هڪ جلدي

# سنڌيڪا لغت

تحقيق ۽ ترتيب

عبدالستار بلوچ

تقديم

پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا

Sindhica
سنڌيڪا



## تعارف

عبدالستار بلوچ، 19 جون 1974ع تي صوفي شاهه عنايت شهيد جي نگري جهوڪ شريف ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ ماسٽر ڊگري حاصل ڪيائين ۽ حيدرآباد جي سنڌ لاءِ ڪاليج ۾ ايل ايل بي جو شاگرد رهيو.

ٻاروتڻ کان ئي علمي ادبي ماحول ۾ رهيو. شروع ۾ لطيف سنگت سنڌ ۽ پوءِ سنڌي ادبي سنگت سان واڳيل رهيو. نثر سان گڏوگڏ شاعري به لکيائين ۽ مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس مضمون، مقالا، ڪالم ۽ شاعري ڇپي. ڪجهه عرصو اخباري عيوضي طور به ڪم ڪيائين. اڳتي هلي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ ريسرچ اسسٽنٽ مقرر ٿيو ۽ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي تدوين ۾ مرحوم شيخ محمد اسماعيل سان ٻانهن ٻيلي رهيو. اٿارٽيءَ جي ريسرچ سيل ۾ شام واري شفٽ جو انچارج به ٿي رهيو. بعد ۾ حيدرآباد کي خيرباد چئي ڪراچيءَ ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي جوائن ڪيائين جتي ڪئين ورهيه ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين ۽ اڄا به اڻ سڌي طورتي سنڌيڪا سان واڳيل آهي.

(بقايا: پوئين ليف ليٽ تي)

سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ۽ سنڌيڪا اڪيڊمي جي اشتراڪ سان 2003ع ۾ ڇپيل "اردو سنڌي لغت" ستار بلوچ جو ڀرپور ضخيم شاهڪار آهي جيڪو نه صرف سنڌ پر پاڪستان ۾ به ڪنهن ننڍي عمر جي نوجوان جي تحقيقي ڪم جو شايد ڀرپور مثال آهي ۽ ڪجهه قدر تنقيد جي باوجود سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر جي علمي، ادبي حلقن ۾ وڏي مڃتا ماڻي اٿس. سندس ٻيو ڪتاب شاگردن لاءِ انگريزي گرامر تي مشتمل آهي ۽ هيءَ سنڌيڪا لغت سندس ٽيون ڪتاب آهي جيڪو پڻ، اردو سنڌي لغت جيان هڪ شاهڪار آهي. ان کانسواءِ صوفي شاهه عنايت شهيد جي سوانح ۽ فڪر ۽ سنڌي ادب جي ارتقائي تاريخ تي مشتمل به ڪتاب به تياريءَ جي مرحلي ۾ اٿس.

ستار بلوچ بنيادي طور تي هڪ پيشه ور ليکڪ ۽ صحافي آهي، ان سان گڏوگڏ سماجي ڪمن ۾ به اڳڀرو رهندو پيو اچي. تحقيق، ترجمي، ايڊيٽنگ ۽ پروفنگ ۾ مهارت اٿس. ڪئين شاهڪار ڪتاب سندس ايڊٽ ڪيل آهن. سندس علمي ادبي ڪم جي معيار ۽ رفتار کي ڏسندي اهو چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته هي نوجوان مستقبل ۾ هڪ جرڪندڙ علمي ادبي ستاري جيان نظر ايندو.

منصور قادر جوڻيجو

هڪ جلدي سنڌيڪا لغت

تحقيق ۽ ترتيب
عبدالستار بلوچ

209

Sindhica
سنڌيڪا

# سنڌيڪا لغت

پنجونجاهه هزار لفظن تي مشتمل اصلوڪن ۽ مروج
سنڌي لفظن، اصطلاحن ۽ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ هندي، فارسي،
عربي ۽ انگريزي لفظن جي هڪ جلدي جامع سنڌي ڪان سنڌي لغت

تحقيق ۽ ترتيب
**عبدالستار بلوچ**

تقديم
پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا

Sindhica
سنڌيڪا

ڪتاب نمبر
(209)



پهريون ڇاپو : 2006ع
ڪتاب جو نالو : سنڌيڪا لغت (سنڌي کان سنڌي)
تحقيق ۽ ترتيب: عبدالستار بلوچ
نگران: نور احمد ميمڻ
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي،
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

قيمت : =/490 رپيا



**"SINDHICA LUGHAT"**
(Sindhi to Sindhi)

Compiled by: Abdul Sattar Baloch
Supervision by: Noor Ahmed Memon
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone:021-32737290
www.sindhica.net
Email:sindhica_academy@yahoo.com

اسٽاڪسٽ
سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديہ پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 071-5628368،
سنڌيڪا بوڪ شاپ، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 –
سنڌيڪا بوڪ شاپ، روم نمبر1 ، مهراڻ هوٽل، اسٽيشن روڊ، لاڙڪاڻوفون: 03468960942
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521 ، 0300-343115
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بٺراج روڊ، سکر - ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد - شاهہ لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهہ - عثمانيہ لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ، رهبربوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو - رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين-جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ دادو - حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، گل ڪتاب گهر لکي در شڪارپور - المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگهڙ - سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد - سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڊڪوٽ - ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز - ڪنول ڪتاب گهر، مورو - حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهہ - ٽر ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ - ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار - رفعت بوڪ هائوس، ماتلي - مرچو لال پريمي، بدين - مڪتبہ يوسفيہ، ميرپورخاص، فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گهر، بدين، جنيد بوڪ اسٽور، دادو، مهراڻ ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ، حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گهر، مورو،

لکپڙهہ ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ
ڪراچي 74400

# پبلشر نوٽ

سنڌي ٻوليءَ ۾ لغت نويسي جو ڪم جڳن کان ٿيندو پيو اچي پر جديد دور ۾ انهيءَ کي فني ۽ تدويني طور تي سگهارو ڪندڙ عالم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهن. هنن ٻنهي شخصيتن جو ترتيبوار فني ۽ تدويني طور تي پرتوو جن ٻن نوجوان ليکڪن ۽ محققن تي پيو آهي سي جناب آفتاب ابڙو ۽ عبدالستار بلوچ آهن. اها نهايت اطمينان جي ڳالهه آهي ته لغت نويسيءَ جهڙي دقيق فني، علمي ۽ تحقيقي نوعيت جي ڪم کي اڳتي وڌائڻ لاءِ اسان وٽ نوجوانن جي ٻي کيپ انهيءَ شعبي ۾ سرگرميءَ سان ڪم نيائي رهي آهي. جناب آفتاب ابڙي جي جونيئر سنڌي ڊڪشنري ۽ جناب عبدالستار بلوچ جي اردو سنڌي ڊڪشنري سندن ان محنت ۽ سرگرميءَ جا عملي مظهر آهن.

سنڌيڪا اڪيڊميءَ جيئن ٻين تحقيقي موضوعن کي پنهنجي اشاعتي ترجيحن ۾ رکيو آهي تيئن لغات جي تياريءَ لاءِ به پنهنجي ذميواري کي وس آهر پئي نڀاهيو آهي. انگريزي سنڌي ۾ هيستائين چار لغتون، اردو سنڌي ۾ هڪ لغت ۽ سنڌي کان سنڌي لغات ۾ هيءَ ٻي اهم لغت شايع ڪري سنڌيڪا سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ پنهنجي ڀاڱي ڀائيواري جو عهد نڀاهي رهي آهي. زير مطالعه سنڌيڪا لغت هڪ جلدي لغات ۾ سڀ کان وڏيڪ جامع لغت آهي جنهن ۾ پنجونجاهه هزار لفظن جون معنائون ڏنل آهن. هن لغت ۾ اصلوڪن سنڌي ٻوليءَ جي لفظن کان علاوه انهن عربي، فارسي، هندي، انگريزي ۽ ٻين ٻولين جي لفظن جو اندراج به ڪيو ويو آهي، جيڪي روزاني زندگيءَ جي وهنوار ۾ سنڌي ٻوليءَ جو حصو بڻجي ويا آهن. ان کان علاوه هن لغت جي اهم ڳالهه هيءَ آهي ته جنهن وقت هن لغت جي تياريءَ جو پراجيڪٽ جناب عبدالستار بلوچ جي حوالي ڪيو ويو هو ته ان وقت کيس پابند بڻايو ويو هو ته هو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي ۾ استعمال ٿيل سنڌي ٻوليءَ جي اصلوڪن لفظن کي ترجيحي بنياد تي هن لغت ۾ شامل ڪري ته جيئن شاهه کي پڙهندڙ هن لغت کي استعمال ڪرڻ وقت پنهنجو مقصد بخوبي حاصل ڪري سگهن. جناب عبدالستار بلوچ انهيءَ ذميواري کي احسن نموني سان نڀاهيو آهي. انهيءَ جو اندازو پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جي لکيل مقدمي مان لڳائي سگهجي ٿو جنهن ۾ هن واضع لفظن ۾ لکيو آهي ته "مصنف جيڪڏهن منهنجي سامهون هجي ها ته آئون جيڪر سندس هٿ چمان ها.

هيءَ ڳالهه مسلسل ورجائبي رهي آهي ته لغت نويسي هڪ تدريجي عمل آهي، جنهن ۾ سڌارن ۽ واڌارن جا امڪان هر وقت موجود رهندا آهن. ساڳي صورتحال هن لغت سان به لاڳاپيل آهي. هن پهرئين ڇاپي ڪانپوءِ يقيناً گهڻين ئي شين جي نشاندهي سامهون ايندي جنهن پٽاندر هن لغت جي ٻين ڇاپن ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪري سگهبا.

اسان کي اميد آهي ته هيءَ هڪ جلدي لغت سنڌي ٻوليءَ جي سيني گهڻگهرن جي لاءِ نهايت مفيد ثابت ٿيندي. خاص ڪري محققن، شاگردن، اخباري ادارن، لائبريرين ۽ فوري ريفرنس جي مقصدن لاءِ هيءَ لغت هڪ فوري سونهين جو ڪم ڏيندي.

سنڌيڪا لغت جو هڪ حصو سنڌ جي نامياري شاعر تاجل بيوس پنهنجي نظر مان ڪڍيو. تاجل جيئن ته ساهتي ٻوليءَ جو زيرڪ ڄاڻو آهي انهيءَ ڪري هُن ضروري سڌارن سان گڏ واڌارا پڻ ڪيا جنهن لاءِ اسان سندس نهايت ئي ٿورائتا آهيون. پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا لغت جي مختلف حصن کي نظر مان ڪڍي عالماڻو مقدمو لکيو ان جا ٿورا پڻ ڳائڻ کان مٿي آهن. نديم احمد سولنگي هن لغت کي ڪمپيوٽر تي سهڻو فارميٽ ڪيو. اسين ان سميت سيني دوستن جا ٿوارا مڃيو تا جيڪي عملي طرح هن ڊڪشنريءَ جي تياريءَ ۾ شريڪ حال رهيا.

نور احمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# هٿ چمڻ جهڙو ڪم

سنڌيڪا اڪيڊمي، ملڪ جو هڪ اهڙو خانگي ادارو آهي، جنهن سنڌي ڪتابن جي اشاعت جي سلسلي ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي. ڪنهن زماني ۾ تاج ڪمپني، فيروز سنز ۽ ڪن اهڙن ٻين خانگي ادارن جو. ملڪ ۾ وڏو نالو هوندو هو. انهن ادارن ادبيات کان سواءِ تاريخ، علم الانسان، علم اللسان، سائنسي ادب ۽ ديني ادب جي سلسلي ۾ وڏي خدمت ڪئي آهي. انهن ادارن مان، هي ادارو پنهنجي مخصوص اشاعتي پروگرام جي ڪري مشهور رهيو آهي. انهن سڀني ادارن جو رخ گهڻو ڪري اردو ڪتابن جي اشاعت طرف هوندو هو. سنڌي ٻوليءَ جي ته انهن ادارن جي نظر ۾، ڪا به حيثيت ڪانه هوندي هئي، بلڪ انهن ادارن سنڌي ٻوليءَ کي، ترقي يافته زبان به نٿي سمجهيو.

گذريل ڪافي سالن کان، سنڌ ۾ سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن، سنڌ تي ۽ سنڌي زبان ۾ لکيل مواد جي شايع ڪرڻ جي سلسلي ۾ وڏو ڪم پڻ ڪيو آهي. انهن ادارن سنڌ جي باري ۾، سنڌيءَ کان سواءِ انگريزي، اردو، عربي، فارسي ۽ سرائڪي توڙي پنجابي زبانن ۾ به، علم، ادب، علم اللغات، تاريخ، لسانيات، سوانح حيات، نفسيات، فلسفي ۽ دينيات تي وڏو ۽ اهم ذخيرو شايع ڪري، نه فقط پاڪستان ۾، پر دنيا ۾، هر ملڪ جي علمي ۽ ادبي ادارن وٽ پنهنجو مقام قائم ڪيو آهي. انهن ادارن ۾ سنڌي ادبي بورڊ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، سنڌ سرڪار جو ثقافتي کاتو ۽ مهراڻ آرٽ ڪائونسل، شاهه لطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي ۽ سچل چيئر شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور، اهڙا ته وڏا نالا آهن جو انهن جي تعارف ڪرائڻ جي ڪا به ضرورت ڪانهي.

پر حقيقت هيءَ آهي ته انهن سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارن جي ڀيٽ ۾ ڪجهه خانگي ادارن، پنهنجي مختصر مالي وسيلن جي باوجود، سنڌي ٻوليءَ جي جديد علم ادب، سفرنامن، سوانح عمرين، تاريخ، فلسفي، نفسيات، علم التعليم، بشريات، لسانيات، ديني ادب ۽ ٻين موضوعن تي لکيل ذخيري جي اشاعتي سلسلي ۾ نه فقط وڏو ۽ تعريف جوڳو ڪم ڪيو آهي، پر ائين چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته اهي خانگي ادارا، ڪيترن ئي سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارن کي، هن سلسلي ۾ گهڻو پوئتي ڇڏي آيا آهن.

مون سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي هڪ سيمينار ۾، پنهنجيءَ هڪ تقرير ۾ اهو عرض ڪيو هو ته سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارن جا به هي مسئلا آهن. انهيءَ ڪري سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارن ۽ خانگي ادارن جي ڪم ۽ پروگرام جي وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ نه گهرجي. ڇاڪاڻ ته سرڪاري ۽ نيم-

سرڪاري ادارن کي، وقت جي سرڪار جي پاليسيءَ مطابق ڪم ڪرڻو پوندوآهي. ڪڏهن ڪڏهن انهن ادارن کي، سرڪار جي حڪم موجب غيرضروري عملو به رکڻو پوندو آهي. ان کان سواءِ سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارا، جديد ادب، شعر و شاعري، ڪهاڻيون، ناول ڊراما ۽ مضمون توڙي سماجي مسئلن سان پريل مقالا ۽ مضمون، شايع ڪرڻ کان اڳ، سرڪار جي پاليسيءَ طرف ڏسندا آهن ته جيئن وقت جي سرڪار ڪاوڙجي نه پوي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جا سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارا جديد ادب، شعر و شاعري، ڪهاڻين جا مجموعا، ناول، ڊراما، مقالا ۽ مضمون توڙي سماجي يا سياسي نوعيت جو ڪوبه مواد، ڇپائڻ کان لهرائيندا آهن. انهن جي ڀيٽ ۾ خانگي ادارن، سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل جديد علم ادب، شعر و شاعري، افسانن جا مجموعا، ناول ۽ ڊرامن کان سواءِ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي لکيل ڪتابن جا سنڌيءَ ۾ ترجما، سائين جي- ايم سيد جا لکيل ڪتاب ۽ محترم رسول بخش پليجي، استاد بخاري، شيخ اياز، ابراهيم منشيءَ، محمد خان مجيديءَ جي شاعري وغيره تي ناياب مواد شايع ڪري، سنڌ جي نوجوانن اڳيان مزاحمتي ادب جو وڏو ذخيرو پيش ڪيو آهي. انهن ادارن جديد سياست، سماجيات ۽ عالمي نظرئي واري ادب کي شايع ڪري، سنڌي ٻوليءَ کي، ترقي يافته ٻولين جي صف ۾ بيهاريو آهي. اهو سمورو مواد هڪ اهڙو ذخيرو آهي، جيڪو مستقبل جي اديبن، شاعرن، محققن ۽ سماجيات جي ماهرن ۽ مؤرخن وٽ، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي سڃاڻپ ۽ سنڌي ماڻهن جي نفسياتي سوچ جي سلسلي ۾، هڪ ناياب سرمائي مثل ڪم ڪندو.

سنڌ جي سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارن جي وڏي مجبوري اها به رهي آهي ته انهن جا عملدار ۽ ٻيا ڪارنده به وقت جي سرڪار پنهنجيءَ مرضيءَ سان مقرر ڪندي آهي. اهڙا صاحب، مقرر ٿي اچڻ کان پوءِ، سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي گهرجن جي پرواهه نه ڪندا آهن. اهڙا صاحب يا ته سئو في سيڪڙو، وقت جي سرڪار جا، ٻانهن ٻڌا غلام هوندا آهن ۽ يا ته وري اهي صاحب، پنهنجا اشاعتي ۽ تحقيقي پروگرام اهڙا ناهيندا آهن، جو وقت جي سرڪار ناراض نه ٿئي. اهڙن ڪامورن جي، انهيءَ پاليسيءَ جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو ڪافي سالن کان سنڌ جي انهن ادارن، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان، اهڙو ڪوبه نئون علمي، ادبي يا تحقيقي مواد شايع ئي نه ڪيو آهي جو اهو مواد، ڪنهن غير-سنڌيءَ يا غير- ملڪي عالم اڳيان، فخر وچان پيش ڪري سگهجي.

پڙهندڙن کي معلوم آهي ته ورهيه گذري ويا آهن پر سنڌ جي سياسي، سماجي تاريخ، لسانيات وغيره تي ڪوبه نئون مواد ڇپائي پڌرو نه ڪيو ويو آهي. ها، البت ساڳيو ساڳيو مواد، وري وري شايع ڪيو ويو آهي. سنڌي لوڪ ادب جو سلسليوار نئون مواد، الاجي ڪيڏانهن گم ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح جامع لغات سنڌيءَ جا جلد، نظرثانيءَ لاءِ ادارن طرف نهاريندا رهن ٿا. انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا سنڌي ادب جي جامع تاريخ، سنڌي ٻوليءَ جو نئون وياڪرڻ، بي- ايڊ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا کانسواءِ اهڙا ٻيا ڪيئي، تحقيقي منصوبا، ادارن وٽ المارين جي زينت بڻيل آهن.

نيم- سرڪاري ادارن جي ڀيٽ ۾، سنڌ جي خانگي ادارن ۾ ڪيترائي اهڙا ادارا آهن جن تمام گهڻو ساراهه جوڳو ڪم ڪيو آهي. مون تازو حيدرآباد ۾ سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي ڪتاب گهر، روشني ڪتاب گهر ۽ نيو فيلڊس اداري جي ڪتاب گهرن جو معائنو ڪيو. هيءَ هڪ اهڙو موضوع آهي جنهن

تي سنڌ يونيورسٽي، ڪراچي يونيورسٽي ۽ شاهه لطيف يونيورسٽيءَ جا سنڌي ۽ لائبريري ۽ انفرميشن سائنس جا شعبا، ڏار ڏار موضوعن تي Ph.D لاءِ مقالا لکرائي سگهن ٿا. مون انهن ادارن جي ڪتاب گهرن ۾ ڏٺو ته انهن ادارن جديد، ادب، شعر و شاعري، سوانح حيات، سفرنامن، ڪهاڻين جي مجموعن، ناولن، مضمونن جي مجموئن کان سواءِ علمي ۽ ادبي تاريخ، ثقافت، آرڪيالاجي، آنٿراپالاجي، لسانيات، عالمي تاريخ ۽ ديني ادب تي تمام وڏو ۽ املهه خزانو شايع ڪيو آهي. انهن ادارن ۾ فرد واحد ڪم ڪري ٿو. سڄي مواد جي لاءِ سوچ به فرد واحد جي هوندي آهي. انهن ادارن جي سربراهن کي اها خبر آهي ته عوام ڇا ٿو چاهي؟ اهي ڳالهيون ذهن ۾ رکي، اهو فرد واحد سوچي ٿو ته، هاڻ ڪهڙو مواد عوام کي گهربل آهي. هو اُن سلسلي ۾ اڳتي قدم کڻي ٿو.

مون جڏهن انهن ادارن جي ڪتاب گهرن جو مطالعو ڪيو تڏهن منهنجيءَ دل مان اها دعا نڪتي ته مولىٰءِ ڪريم! انهن ادارن جي مالڪن کي سئو سالن جي زندگي عطا ڪر. صرف سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي ڪتاب گهر جو اڀياس ڪري مون محسوس ڪيو ته هيءُ ادارو سنڌ ۽ سنڌ جي نوجوانن لاءِ Source material شايع ڪري رهيو آهي. جنهن ۾ هر ڪلاسيڪي توڙي جديد ادب تي مواد به آهي، ته سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تاريخ متعلق مواد به آهي، نشريات، لسانيات، آرڪيالاجي، ايٿالاجيءَ تي به مواد آهي، بين الاقوامي تاريخ، جاگرافي، دنيا جا عجائبات، سفرنامن، سوانح عمرين کان سواءِ ديني ادب ۾ قران ڪريم جو سنڌي ترجمو، حديثون ۽ فقهه تي به وڏو ذخيرو هن اداري شايع ڪري، جس کٽيو آهي. سڀ کان اهم هيءُ ڳالهه به آهي ته هن اداري سنڌ بابت بيشمار ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو به ڪرايا آهن. اهو ڪم ڪنهن زماني ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڪندو هو. ادبي بورڊ هن سلسلي ۾ هاڻ خاموش آهي.

مون کي دراصل، ان ڪتاب جو مهاڳ لکڻو هو، جيڪو هن وقت اوهان جي هٿن ۾ آهي. اهو ڪتاب آهي: سنڌيڪا لغت. مون کي ذاتي طرح اها خبر آهي ته "لغات نويسي" ڪو آسان ڪم نه آهي. هن علمي ڪم جي باري ۾، سنڌ جي ٻهڳڻي عالم، عاليجناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پنهنجيءَ تحقيق "جامع لغات سنڌيءَ" جي مهاڳ ۾ واضح طور بيان ڪيو آهي ته، "اهو ڪم ڪيتري قدر نه نور نچوئيندڙ آهي."

پڙهندڙن کي اهو معلوم ڪري خوشي ٿيندي ته هيءَ سنڌيڪا لغت، سنڌ جي هڪ نوجوان، محترم عبدالستار بلوچ جي محنت جو نتيجو آهي. هن نوجوان کي، علم ادب جي ميدان ۾ اچڻ جي سکيا ته يقيناً سندس والد، محترم عابد بلوچ کان ملي هوندي، جيڪو پاڻ به هڪ پراڻو اديب ۽ صحافي آهي، پر آءٌ اهو يقين سان ٿو چوان ته لغات نويسيءَ جي سکيا، هن نوجوان کي، مرحوم شيخ محمد اسماعيل وٽان، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" واري تحقيقي مرڪز ۾ ئي ملي آهي. مذڪوره تحقيقي مرڪز، شيخ محمد اسماعيل جي نگرانيءَ ۾، صبح جو اٺين بجي کان رات جو 8 بجي تائين کليل رهندو هو، جنهن ۾ صبح ۽ شام واريون شفٽون هلنديون هيون. مرحوم محمد اسماعيل جي نگرانيءَ ۾ صبح واري ۽ عبدالستار بلوچ جي نگرانيءَ ۾ شام واري شفٽ ڪم ڪندي هئي، عبدالستار بلوچ ته رات جو سُمهندو ئي، ان مرڪز ۾ هو.

"سنڌي کان سنڌي لغت" جو اوائلي ڪم، آنجهاني ديوان پرمانند ميوارام ۽ ديوان شهاڻيءَ ڪيو هو، پر اهي لغتون هاڻ مون وٽ ته موجود نه آهن. ممڪن آهي ته محترم نور احمد ميمڻ اهي ڪتاب هٿ ڪيا

هجن. ان کان پوءِ انهيءَ ڪم کي عزت مآب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کان سنڌس قائم ڪيل ڊڪشنري سيل ۾، جامع لغات سنڌي جي پنجن جلدن مان (جن مان پويان ٽي جلد علام غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ ۾ ايڊٽ ٿيا ۽ ڇپيا) يڪ جلدي سنڌي لغت جي عنوان سان. "سنڌي- سنڌي لغات" جو مسودو تيار ڪري، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ کي شايع ڪرڻ لاءِ ڏنو. جيڪو 1998ع ۾، اٿارٽيءَ طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. شايد انهيءَ جلد جو نئون ڇاپو ٻه جلد شايع ٿيڻو آهي.

هن سنڌيڪا لغت جو سڄو ۽ مڪمل مواد ته آءٌ نظر مان ڪڍي نه سگهيو آهيان جو چوان ته هيءُ مسودو سڀني عيبن کان پاڪ آهي، پر لغات نويسيءَ جي اصولن، ضرورتن ۽ ٻين اهم ڳالهين کي سامهون رکي، آءٌ اهو چئي سگهان ٿو ته هن لغات جي مصنف، "جامع سنڌي لغات" ۽ "هڪ جلدي سنڌي لغت" کي پنهنجي سامهون ضرور رکيو آهي ۽ گهڻو ڪري اهائي وٽ ورتي اٿس، جيڪا ڪيس انهن لغتن ۾ نظر آئي آهي. انهيءَ طريقي اختيار ڪرڻ ۾، هن ڪو به ڏوهه ڪونه ڪيو آهي، بلڪ اها سنڌس چڱي ڳالهه آهي.

جامع لغات سنڌيءَ جي مرتب ڪرڻ ۾، سنڌي ادبي بورڊ جي سنڌي ڊڪشنري سيل ۾، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان گڏ ماهرن جي هڪ وڏي ٽيم هوندي هئي، جن ۾ مرحوم سيد سردار علي شاهه، مرحوم محمد بخش "واصف"، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، ماستر محمد يعقوب ۽ ماستر محمد اسماعيل شيخ کان سواءِ محمد طالب لوهار، ولي محمد پيرزادي ۽ ٻين ڪيترن ئي اديبن ۽ شاعرن کي مون خود اتي ڪم ڪندي ڏٺو.

شايد اهڙي قسم جو ڪو سيل، سنڌيڪا اڪيڊميءَ طرفان به ناهيو ويو هجي، ليڪن مون کي ذاتي طور تي معلوم آهي ته سنڌيڪا جي چيئرمين جيئن پنهنجي اداري جي پاران ٻيا ڪيترائي شاهڪار علمي پروجيڪٽ سنڌ جي نوجوانن کان پنهنجي نگرانيءَ ۾ جوڙايا آهن تيئن هن ڊڪشنريءَ جو محرڪ ۽ ٻاني به هو پاڻ آهي. شايد نور احمد ميمڻ صاحب پاڻ ئي هن لغت واري مواد کي ايڊٽ ڪيو هجي، ڇاڪاڻ ته هن مسودي ۾ مون کي ڪيتريون ئي خوبيون نظر آيون آهن.

هن لغت کي، "جامع لغات سنڌي" يا "تحقيقي لغات سنڌي" سان هرگز ڀيٽڻ نه گهرجي، ڇاڪاڻ ته لغات نويسيءَ جا به ڪيترائي قسم آهن. هن طرف مون "لغات سنڌي مخففات" جي مقدمي ۾، لغات نويسيءَ جي فن جي سلسلي ۾، ڪن نقطن (Points) طرف پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪايو هو. اهي نقطا آءٌ هيٺ هڪ دفعو وري دهرايان ٿو. اُهي نقطا هي آهن:

(الف) لغات ڇا آهي؟

(ب) لغات نويسي ڇا آهي؟

(ت) لغت نويسيءَ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا اصول ۽ پئمانا هوندا آهن؟

(ث) لغت جا ڪهڙا ڪهڙا قسم آهن؟

(ج) روزمره جي استعمال ۽ رائج لفظن تي مشتمل لغت لاءِ، ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟

انهن سڀني نقطن جي باري ۾، "لغات سنڌي محففات" جي مقدمي ۾ ذڪيل مواد ۾ ڪافي ڪجهه عرض ڪيو ويو آهي. انهن نقطن مان، فقط لغات جي وصف جي باري ۾ ڇاٽايل ڳالهين کي جڏهن

پڙهجي ٿو. تڏهن پڙهندڙن جي سامهون، هن لغات، يعني "سنڌي- سنڌي لغات" جي اهميت واضح ٿيو پوي، ڇاڪاڻ ته لغات ڇا کي ٿو چئجي، ان سلسلي ۾ مذڪوره مقدمي ۾ ڄاڻايل آهي ته:

"لغات، اهو بنيادي، حوالن لاءِ تيار ڪيل ڪتاب يا مواد آهي، جنهن ۾ ڪنهن به ٻوليءَ ۾ مروج/ رائج لفظن کي الف- بي وار گڏ ڪري، انهن لفظن جي اُچارڻ، يعني تلفظ، انهن لفظن جي لکڻ لاءِ هِجي (Spelling)، انهن لفظن جي معنائن، مفهوم، سمجهاڻي، ذاتن، بنيادي صورتن، صيغن ۽ اشتقاقن ڪان سواءِ جملن، فقرن، اصطلاحن، پهاڪن، چوڻين، شعر و شاعريءَ کان سواءِ، انهن جو خطيوار استعمال، مفهوم ۽ ڪارج سمجهايل هجي.

لغتون جيئن ته ڌار ڌار قسمن تي مشتمل هونديون آهن، ان ڪري ڪن خاص قسم جي لغتن ۾، خطيوار، ڄاتيوار ۽ ڏنڊيوار لفظن جو ذخيرو گڏ ڪيل هوندو آهي. (ص ص ث ۽ پ) اهڙيءَ طرح انسائيڪلوپيڊيا برٽنيڪا ۾ لغات جي وصف هن ريت ڏني وئي آهي:

"لغات (Lexicon). ڪنهن به ٻوليءَ جي لفظن جي الف- ب وار ترتيب جو اهو مجموعو/ ڪتاب آهي، جنهن ۾ ان ٻوليءَ جي لفظن يا لفظي.خزاني جي گڏ ڪيل هرهڪ لفظ يا اُن لفظ جي حصن کي گڏ ڪري، انهن جي معنيٰ، مفهوم ۽ وصف سمجهائي وئي هجي. لفظن جي اهڙي ميڙ يا مجموعي ۾، اُهي لفظ ياته ان فرد (ماڻهوءَ) جي پنهنجي ماحول ۾ رائج هوندا. جنهن ماڻهوءَ اُها لغات جوڙي هوندي، جيڪي (اُهي لفظ) هُو پاڻ ۽ سندس ماحول وارا ٻيا ماڻهو، گفتگوءَ ۾ ڳالهائيندا هوندا يا اُن ماڻهوءَ، اُهي لفظ ڪن ڪتابن، دستاويزن، لکيتن، ڪاغذن پنن، علم ادب ۽ شعر و شاعريءَ مان چونڊ ڪري، گڏ ڪيا هوندا ۽ يا وري هن، لفظن جو اهو ذخيرو، ڌار ڌار ڪرت وارن، ڌنڌو ڪندڙ ماڻهن، پيشه ورن، هنرمندن، ڪاسبين توڙي خاص موضوعن سان دلچسپي رکندڙ ماڻهن وٽان گڏ ڪيو هوندو." (1)

جيئن ته هن لغت جي مصنف طرفان ڪوبه اهڙو نوٽ منهنجي سامهون نه آهي، جو آءٌ چئي سگهان ته مصنف، پنهنجي هن مسودي تيار ڪرڻ وقت ڪهڙا ڪهڙا اصول اختيار ڪيا آهن يا ڪهڙيون ڪهڙيون لغتون هن جي سامهون هيون، جن تان هن مدد ورتي آهي؟ پر هن دستاويز ۾ شامل مواد کي نظر مان ڪڍڻ کان پوءِ اهو چئي سهجي ٿو ته، هن مسودي جي تيار ڪرڻ لاءِ، هن سنڌي ٻوليءَ جي، اُنهن عام لفظن کي گڏ ڪري، اُنهن کي الف- ب وار ترتيب ڏيئي، اُنهن لفظن جا اُچار، اُنهن لفظن کي صحيح نموني سان لکڻ لاءِ انهن جي هِجيوار (Spelling) داخلا کان سواءِ، انهن لفظن جي وياڪرڻي حيثيت سمجهائڻ کان پوءِ، انهن لفظن جي معنيٰ، مفهوم ۽ سمجهاڻي ڏني آهي.

مصنف، هن لغت ۾ شامل ڪيل لفظن جي ذاتن ۽ انهن جي اشتقاق ڏيڻ کان پاسو ڪيو آهي ۽ ساڳئي وقت اهڙي سمجهاڻي ڏيڻ کان به پاسو ڪيو اٿس، جنهن ۾ هو ٻڌائي سگهي ها ته فلاڻو لفظ، ڪهڙي خطي ۾ ڪيئن اچاربو آهي يا سنڌي علم ادب ۽ شعر و شاعريءَ ۾، مختلف اديبن ۽ شاعرن، ان لفظن کي ڪيئن استعمال ڪيو آهي؟ جيڪڏهن مصنف، اهي سڀ ڳالهيون، هر لفظ جي معنيٰ ۽ مفهوم بيان ڪندي ڄاڻائي ته پوءِ هن لغت جي حيثيت، "جامع لغات سنڌي" واري ٿئي ها. پر مصنف، پنهنجي هن ڪاوش لاءِ عام سنڌي استعمال وارا لفظ گڏ ڪري، انهن کي الف- ب وار ترتيب ڏيئي، انهن سيني

(1) Encyclopedia Brittanica, Mircopaedia, Vol: VI, 15th edition, 1983, PP.187 and 532.

لفظن جي عام معنيٰ، مفهوم ۽ سمجهاڻي ڏني آهي ۽ ساڳئي وقت لفظ جي باري ۾ اهو ضرور لکيو اٿس ته اهو لفظ مذڪر آهي يا مؤنث، جمع آهي يا واحد، ويا ڪرڻ جي ڀين گهرجن ڪان هن پاسو ڪيو آهي، جيڪو صحيح فيصلو آهي. هن نقطي جي باري ۾ وڌيڪ حقيقت جي خبر تڏهن پوندي، جڏهن لغتن جا قسم واري موضوع تي بحث ڪبو. هن سلسلي ۾، "لغات سنڌي مخففات" ڪتاب جي مقدمي ۾ صفحي "پ" کان وٺي "ج" تائين ڏنل مواد جو مطالعو ڪبو ته ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويندي. مٿي ڄاڻايل صفحن ۾، لغتن جا جيڪي قسم ڄاڻايا ويا آهن، اُهي هي آهن:

(الف) لهجيوار يا اپڀاشا/ اپڀاشائن تي مشتمل لغات
(ب) ڄاتيوار ٻولين جي لغات
(ت) ڏنڊيوار لفظن جون لغتون
(ث) ڌاتوڪوش (Ethmological Dictionary)
(ج) جامع لغات
(ح) ثقافتي لفظن جي لغات
(خ) دو- لساني لغات
(د) گهڻ- لساني لغات
(ر) ڪنهن هڪ شاعر جي ڪلام مان چونڊيل لفظن تي مشتمل لغات
(س) ڪنهن ٻه ٻوليءَ جي علم ادب جي لغات
(ش) خاص خاص موضوعن ۽ مضمونن تي مشتمل لفظن جون لغتون
(ص) انڊيڪس يا ڏسٽي
(ض) گلاسري يا فرهنگ
(ط) دفتري ٻوليءَ تي مشتمل لفظن جي لغات
(ظ) ڪارانالاجيڪل لغات
(ع) پنهنجي ماحول ۾ رائج، روزمره جي لفظن جي لغات.

انهن سڀني قسمن وارين لغتن جو تفصيلي ذڪر، "لغات سنڌي مخففات" ۾ صفحي 'پ' کان 'ج' تائين پڙهي سگهجي ٿو.

منهنجي خيال ۾، هيءَ لغات، مٿي ڄاڻايل آخري قسم واري لغت، يعني پنهنجي ماحول ۾ رائج، روزمره وارن لفظن تي مشتمل لغات آهي، جنهن ۾ مصنف صاحب، پنهنجي چوڌاري واري ماحول ۾ رائج لفظن کي گڏ ڪري، انهن کي الف- بي وار ترتيب ڏيئي پيش ڪيو آهي.

تنهنڪري، هن لغات جي حيثيت، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان شايع ڪيل "يڪ جلدي سنڌي لغت" واري آهي.

هن لغات ۾ شامل ڪيل لفظن جو ذخيرو، "هڪ جلدي سنڌي لغت" کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ معيار وارو هرگز ڪونهي، "يڪ جلدي سنڌي لغت" سنڌ جي هڪ اهڙي برگزيده عالم جي جوڙيل

آهي، جنهن کي لغت نويسيءَ جو وڏو تجربو آهي ۽ هيءَ (سنڌي- سنڌي لغات) هڪ اهڙي نوجوان ترتيب ڏني آهي، جو اڃا طفل مڪتب آهي، پر سنڌس هن ڪاوش تي نظر وجهڻ کان پوءِ اهو چئي سگهجي ٿو تہ هيءُ نوجوان هزارين صلاحيتن جو مالڪ آهي.

منهنجي خيال ۾ عبدالستار بلوچ جهڙا ٻيا بہ ڪيئي نوجوان، سنڌ جي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ وسندا هوندا، جن جي وڏن ادارن تائين تہ خير، پر ننڍن ادارن تائين بہ رسائي ڪانهي. اهڙن نوجوانن جي همٿ افزائي ڪرڻ کپي، تہ جيئن ههڙا املهہ مائڪ در در جا ڌڪا کائڻ بدران، صحيح مقام تي پهچي، پنهنجيءَ قابليت جو مظاهرو ڪري سگهن.

جس هجي سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي مالڪ محترم نور احمد ميمڻ کي، جنهن اهڙن نوجوانن کي پنهنجي اداري ۾ جاءِ ڏيئي، ڪائنن اهڙا تحقيقي پروجيڪٽ مڪمل ڪرايا آهن. ۽ هن سلسلي جا ٻيا ڪتاب جهڙوڪ: "انگريزي- سنڌي لغت" ۽ "اردو- سنڌي لغت" کان سواءِ اسڪولن لاءِ انگريزي گرامر ۽ اهڙو ٻيو بہ درسي مواد لکرايو آهي. آءٌ تہ ائين مشورو ڏيندس تہ، اسان جا سرڪاري ۽ نيم- سرڪاري ادارا، صرف محترم ميمڻ صاحب جو ئي نقل ڪن تہ ڪيترائي نوجوان پيدا ٿي سگهن ٿا.

آءٌ محترم نور احمد ميمڻ کي، هن "سنڌيڪا لغت" جي تيار ڪرائڻ ۽ ان جي ڇپائڻ تي دل جي گهراين سان مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. ساڳئي وقت هن لغات جي مصنف کي، ههڙي معياري نسخي تيار ڪرڻ تي آءٌ تمام گهڻيون مبارڪون پيش ڪريان ٿو. مصنف جيڪڏهن منهنجي ساهون هجي ها تہ آءٌ جيڪر سندس هٿ چُمان ها.

منهنجي دعا آهي تہ، مولاءِ ڪريم، هن لغت جي مصنف کي وڏي زندگي عطا ڪري، کيس خوش رکي ۽ آباد رکي ۽ سندس سڀ دلي مرادون پوريون ڪري. کيس همٿ ڏي تہ جيئن آئينده بہ ههڙا معياري پروجيڪٽ مڪمل ڪري سگهي- آمين

سنڌي ٻوليءَ جو فدائي

**ڊاڪٽر غلام علي الانا**

حيدرآباد

21- اپريل 2006ع

# گذارش

سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي خدمت طور رنڊا روڙڻ واري اڙانگي سفر کي اڳتي وڌائيندي، هڪ جلد واري هيءَ جامع سنڌيڪا لغت پيش خدمت آهي. هن کان اڳ 2003ع ۾ "اردو- سنڌي لغت" منظر عام تي اچي چڪي آهي ۽ ڪجهه قدرا صلاحي تنقيد سان گڏ هڪ وڏي علمي، ادبي حلقي ۾ مڃتا ماڻي اٿس.

آدجڳاد کان جاري ستن آسماني ٻولين مان هڪ، سنڌي ٻوليءَ جي لغت کي سنڌ جي گهڻگهرن آڏو پيش ڪندي گهڻي سرهائي محسوس ڪريان ٿو. هيءَ هڪ عام فهم ۽ روزمره جي استعمال هيٺ ايندڙ لفظن جي لغت آهي، جنهن ۾ ڪوشش آهر وڌ ۾ وڌ سنڌي لفظن کي گڏ ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ سنڌيءَ ۾ مروج ٻين ٻولين، جهڙوڪ عربي، فارسي، هندي، سنسڪرت، عبراني، يوناني، اردو، انگريزي، ترڪي، بلوچڪي وغيره جي لفظن کي بہ شامل ڪيو ويو آهي.

هن لغت جي تياريءَ ۾ برک محقق ۽ عالم، عاليجناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي "هڪ جلدي سنڌي لغت" ۽ "جامع سنڌي لغات" کي بنيادي ماخذ بنايو ويو آهي. ان کان سواءِ "لغات سنڌي محققات"، "سنڌي ٻٽن لفظن جي لغت"، "لاڙ جي لغات"، "شاهہ جي رسالي جي لفظن جي لغت"، "سچل لغات"، "تحقيق لغات سنڌي"، "سنڌي پهاڪا ۽ محاورا"، "سنڌ جو سينگار"، "روشني"، ڏنڌي وار مختلف لغتن، ٻولي لهجن ۽ لوڪ ادب ۽ سنڌي شاعريءَ جي اڻ کٽ ذخيري ما ن چونڊ ڪئي ويئي آهي. ان کان علاوه عام رواجي ڳالهہ ٻولهہ وارا لفظ ۽ مختلف معروف اسم خاص بہ ڏنا ويا آهن.

هن لغت ۾ اکرن جي ترتيب، معياري الف – ب موجب ڏني ويئي آهي، جيڪا "جامع سنڌي لغات" ۾ ڏنل آهي. لفظن جي اچارن جي درست پڙهڻيءَ لاءِ اعرابون ڏنيون ويون آهن ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ ضرورت آهر بيهڪ جون نشانيون بہ ڪتب آنديون ويون آهن. مکيہ لفظن کي بولڊ ٽائيپ ۾ نروار ڪيو ويو آهي ۽ هڪ لفظ جي هڪ کان وڌيڪ مختلف معنائن کي فل اسٽاپ (.) وسيلي الڳ ڪيو ويو آهي، جڏهن تہ هڪ کان وڌيڪ هڪ جهڙين معنائن جي وچ ۾ ڪاما (،) ڏني وئي آهي. لفظن جي جنس کي واضح ڪرڻ لاءِ مذڪر ۽ مونث جون نشانيون ڏنيون ويو ن آهن ۽ اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ لفظ جي اصليت ڪهڙي ٻوليءَ جي آهي. البتہ اشتقاقي معنيٰ کان پاسو ڪيو ويو آهي.

آئون سنڌيڪا جي سرواڻ محترم نوراحمد ميمڻ جو بيحد ٿورائتو آهيان، جنهن لغت جي تياريءَ لاءِ مون تي ڀرپور اعتماد ڪيو ۽ "اُردو- سنڌي لغت" جي اشاعت کان پوءِ ٻيو ڀيرو هن سنڌي لغت جي تدوين لاءِ مون ناچيز جي چونڊ ڪئي. هن سڄي ڪم جي فني نگراني ۽ سندس مشورا منهنجي لاءِ مشعل راهہ رهيا.

آئون ناميارې عالم ۽ پنهنجي محسن ڊاڪٽر غلام علي الانا جو بہ گهڻو شڪرگذار آهيان جو پاڻ پنهنجي املهہ وقت مان ڪجهہ گهڙيون ڪڍي، هڪ ڀرپور مقدمو لکي ڏنائون ۽ گڏوگڏ لغت تي سرسري نظر وجهي ضروري درستيون بہ ڪيائون. لغت جي ڪمپوزنگ ۽ فارميٽ وارن مرحلن ۾ دل و جان سان محنت ڪرڻ تي، آئون سنڌيڪا جي ليءِ آئوٽ انچارج نديم احمد سولنگيءَ جو بہ ٿوائتو آهيان. انهيءَ سان گڏوگڏ انهيءَ هر عالم، اديب، استاد ۽ ساڃاهہ وند ماڻهوءَ جو شڪرگذار آهيان، جنهن کان مون پنهنجي زندگي ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ سکيو، سمجهيو ۽ پروڙيو آهي. پنهنجي اڻپوري اهليت ۽ جملي ڪچاين ڦڪاين سان هيءَ لغت ڪرم فرمائن جي سامهون آهي.

گر قبول افتد زهي عز و شرف

سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو ادنيٰ خادم
عبدالستار بلوچ

ڪراچي
27 جون 2006ع

# علامتون ۽ اشارا

| علامتون | اشارا |
|---|---|
| ذ | مذڪر |
| ث | مؤنث |
| ص | صفت |
| ظ | ظرف |
| مر | مصدر |
| ض | ضمير |
| ع | عربي |
| ف | فارسي |
| ه | هندي |
| سن | سنسڪرت |
| انگ | انگريزي |
| عبر | عبراني |

# الف

**ا:** ذ (ع) اُچار "الف". سنڌي، فارسي، عربي "الف- بي" جو پهريون اکر. ابجد موجب عدد هڪ. حرفن جي ساڪن يا بي آواز هئڻ واري صورت ۾ حرف علت جي ٽن حرفن: ا، و ۽ ي ۾ شامل هڪ حرف.

**آ آ:** ذ. ڪڪڙن ۽ ٻين پالتو پکين کي سڏڻ جو آواز.

**آبُ:** ذ (ف) پاڻي. اوزارن ۽ جواهرات کي ڏنل پاڻي. سون ۽ جواهرات جو اوجر. مان- عزت- آبرو.

**آب آب ٿيڻ:** شرم کان پاڻي پاڻي ٿيڻ. پگهر جڻ.

**آب ۾ اچڻ:** ماتهين ۾ اچڻ. مُنهن جو پاڻي ورڻ.

**آب اَرتو:** ذ. ٻِٽ ٻِٽ ڳُوڙ- مسلسل وهندڙ ڳوڙها. ڳاڙهو پاڻي. رت جا ڳوڙها.

**آب اَچڻ:** اکين مان لڙڪ وهائڻ- هنجون هارڻ.

**آب اُجَلَ:** اکين مان لڙڪن جي وهڪ (گهٽي روئڻ سبب).

**آب اَگُوندرو:** ڏک ڏور ڪندڙ يا غم لاهيندڙ مينهن جو پاڻي. (شاھ)

**آبائتو:** ص. عزت وارو- مانائتو.

**آبُ تابُ:** ذ. شان شوڪت. ٺٺ ٺانگر. رعب تاب. چمڪو- رونق.

**آبِ پاشي:** ث. پوک کي پاڻي ڏيڻ جو عمل- ريج- موڪي يا موڪ جو پاڻي.

**آب پيما:** ذ. پاڻي ءَ ماپو- هائيڊرو ميٽر.

**آبُ جَل:** ذ. داڻو پاڻي. رزق. (هندن جو اصطلاح) ڪفن دفن.

**آبِ جوش:** ذ. چڪايل پاڻي. جوشاندو. سوڊا پاڻي. شوروو- رس.

**آبِ حيات:** ذ. اهو پاڻي جنهن جي پيئڻ سان دائمي زندگي ملي.

**آبدار:** ذ. پاڻي ءَ وارو. پاڻي چڙهيل (هٿيار، اوزار). واهن جي پاڻي ءَ جي سنڀال ۽ ورهاست ڪندڙن انجنيري کاتي جو هڪ ملازم.

**آب داڻو:** ذ (آب و دانہ) داڻو پاڻي- چوڳو پاڻي. کاڌو پيتو.

**آبدوز:** ث. پاڻي هيٺ آيل. پاڻي ءَ جي سطح کان هيٺ هلندڙ هڪ قسم جو بحري جهاز.

**آبِ رَوان:** وهندڙ پاڻي. ڪپڙي جو هڪ قسم- سنهي ململ.

**آبديدَه:** ص. اکين ۾ ڳوڙها ڀر جي آيل.

**آبِ زَمِ زَم:** ذ. زم زم کوھ جو پاڻي- آبِ شفا.

**آبشارُ:** ذ. جابلو نهر يا چشمي جو مٿانهين ءَ تان ڪرندڙ پاڻي- جهرڻو.

**آبشمارُ:** ذ. پاڻي ءَ جي ماپ ڏيکاريندڙ اوزار- واٽر گيج.

**آبڪارِي:** ذ. شراب ۽ ٻين نشيدار شين جي چوڪسي رکندڙ کاتو.

**آبُڪَلاڻي:** ث. ٻوڏ يا اُٿل جي موسم. پاڻي ءَ جي چاڙهه جي موسم (چؤماسي وارا مهينا).

**آبگُونہ:** ص. پاڻي ءَ جي رنگ جهڙو. (ذ). اک جو ڳوڙهو- لُڙڪ.

**آب هوا:** ث. پاڻي ۽ هوا جي گڏيل ڪيفيت. ڪنهن ملڪ يا شهر جي موسمي حالت.

**آبِي:** ص. پاڻي ءَ جو. پاڻي ءَ وارو. پاڻي ءَ ۾ رهندڙ (جانور، پکي). تَڏو (تاثير).

**آبِي بُرج:** ذ. آسمان جا آبي صفت رکندڙ برج (سرطان، عقرب ۽ حوت).

**آبِيار:** ث. برسات سبب ٿيندڙ ٺئن- جابلو نهر. واهه- ڪَڙيو.

**آبِيارِي:** ث. باغن يا پوکن کي پاڻي ڏيڻ جو ڪم- آبپاشي- موڪي.

**آبِيانو:** ذ. پوک لاءِ واهن مان ڪنيل پاڻي ءَ تي مقرر ڍل.

**آبادُ:** ص (ف) سرسبز (پاڻي ءَ جي ڪري)- ساڻو. پاڻي، ساوڪ ۽ ماڻهن جي ڪري وسايل (ملڪ، شهر، علائقو، ٻَنِ)- وسندڙ. پوکيل.

**آباد ٿيڻ:** زمين جو پوک هيٺ اچڻ. شهر يا ڳوٺ جو وسڻ. سکيو آسودو ٿيڻ.

**آبادڪار:** ص. آباد ڪندڙ- آبادگار.

**آبادڪارِي:** ث. معاشي مقصدن تحت ڪنهن علائقي جي رهواسين جو ٻئي علائقي ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ.

**آباد ڪرڻ:** وسائڻ (مُلڪ، شهر). هاري ءَ جو زمين پوکڻ. سرسبز ڪرڻ.

**آباد هجڻ:** وسندڙ هجڻ. خوش هجڻ.

**آبادگار:** ص. زمين کي آباد ڪندڙ- پوک ڪندڙ. ڪڙمي- هاري.

**آبادِي:** ث. پوک. وسندي واري جاءِ- وستي. آدمشماري.

**آبادي ڪرڻ:** وسائڻ- ٻني ٻارو ڪرڻ. (طنزيہ) ڪجهہ ڪرڻ.

**آباءِ:** ذ (ع) آبا- پيئر- ابا ڏاڏا (عموماً "اجداد" سان گڏ ڪم ايندڙ لفظ).

**آباءِ اَجداد:** ذ. ابا ڏاڏا. پيڙهي يا قوم جو بنياد وجهندڙ وڏڙا.

**آبائِي:** ص. اباڻو- موروثي- خانداني.

**آبــتَ، آبتَ:** ث. ٻني ٻاري يا ڪٽيءَ جي ڪم ۾ هڪٻئي جي مددگاري-ونگر.

**آبتُو:** ص. آبت وارو- ونگاري ٻورهيت.

**آبخورو:** ذ. پاڻي پيئڻ جوٿانءُ- ٺِڪرو-ٺيو.

**آبدان:** ذ(ف) پاڻي پيئڻ لاءِ ٿانءُ. حوض. درياني ملاح. بحري مسافر.

**آبدَست:** ذ(ف) هٿن ڌوئڻ جوٿانءُ. (آب=پاڻي+دست=هٿ)

**آبرُو:** ث(ف) منهن جو پاڻي. منهن جي رونق. عزت- مانُ.

**آبروءَ تي حرف اچڻ:** عزت ۾ فرق اچڻ. بدنامي ٿي ٽڪو لڳڻ.

**آبرو جهلڻ:** (طنزيه) بي عزتو ٿيڻ.

**آبرو ڏوبي وڃڻ:** عزت هلي وڃڻ.

**آبرو ريزي:** ث. عزت وڃڻ جي حالت- بي عزتي.

**آبرو وڃائڻ:** عزت وڃائڻ. ذليل ڪم ڪرڻ. بدپيشو اختيار ڪرڻ.

**آبري:** ث. سنڌ جي قديم موسيقيءَ جو هڪ سُر. شاهه جي رسالي جو هڪ سُر.

**آبري لاهڻ:** ٽڪيچڻ- سستي لاهڻ.

**آبريز:** ذ. چنڪار لاءِ ٿانءُ- ڦوهارو. ڏول. نيسارو.

**آبڙي:** ث. "ابڙا" قوم جي بستي.

**آبس:** ذ. پراڻ- چڙهه. منهن جو پاڻي- منهن جي رونق. شرم- حياءُ.

**آبگيرُ:** ذ. گهوڙن جي هڪ بيماري (جيڪ گهڻي پنڌ کان پوءِ يڪدم ڏاتي کاراڻڻ ءِ پاڻي پيارڻ سبب ٿئي).

**آبگينَه:** ذ(ف) شراب جو شيشو يا گلاس. آرسي- آئينو.

**آبلي:** ث(ف) پاڻيءَ جي ڪلي- سنداري.

**آبنُوس:** ذ(ف) وڻ جو هڪ قسم (جنهن جو ڪاٺ ڪارو. نهروءَ قيمتي ٿئي).

**آبڻ:** م. پاڻيءَ جو ڦوهارو ڏيڻ- پچائڻ- پسائڻ.

**آبو:** ذ. پاڻي ڳڏيل چڍي ڀنگ جو چُڪو ڀنگ.

**آبو پائي ڪرڻ:** ڀنگ پيئڻ- نشو پتو ڪرڻ.

**آبو شابو:** ذ. نشو پتو- آبو پاڻي.

**آبيسِي:** ث. سونارڪي ڪم جو هڪ اوزار- ڪپ ڏيندڙ لوهه ڪاٺ جو اوزار.

**آبُوهو:** ذ. تيل يا گيهه ۾ ڏنل ٿوبو روغن پاڻي. ٻيرو- ٿيڪو.

**آيارَ، آيارِ:** م. تعريف ڪري پڏائڻ- ڦنڊائڻ. هٿي ڏيڻ- ٿيڪرڏيڻ. همٿائڻ.

**آيارو:** ذ. اجائي واڪاڻ- پڏاءُ- مبالغي آميز تعريف.

**آيامُ:** ذ(ع: ابهم) نندڙو ٻار (جنهن کي ڪا سمجهه نه هجي)- معصوم.

**آيامَ:** ث. ڦونډ- آڦري. پڏ- پڏاءُ. چٽ- ڏاڍر.

**آيــامَڻُ:** م. ڦٽڻ- پڏڻ. آڪڙجڻ.

**آپڙڻ:** م. پيٽ ڀرڻ- ڏؤ ڪرڻ. ڦٽڻ. آڪڙڻ.

**آپون:** ذ. ڏ ڪچو کير وارو ٻن. ان جا کير اسنگ (ڪنڪ. جونر. ٻاجهريءَ جا).

**آتُ:** ذ. اٻڙڪو. اوڪارو- الٽي.

**آتارَڻ:** م. اڪارڻ- پرلنگهائڻ.

**آتارو:** ذ. پيڻ جو اجورو.

**آتُرويلا:** ث. آتڌ منڌ- بي آرامي.

**آتڙُو:** ذ. گرمي يا پاڻيءَ جي ڏک جو ٽڙيءَ ۾ ٽنڪڻ- اُٿنو- اُٻٿو.

**آتَش، آتش:** ث(ف: آتش) باهه- آگ. ڪاوڙ- چڙ. ساڙ (دل جو)- سوز. گرمي- حرارت. اُڃ.

**آتش افروز:** ص. باهه ٻڙڪائيندڙ- باهه ٻاريندڙ. شرارتي- فسادي. (ذ) هڪ ٻڪريءَ جو نالو- عنقا.

**آتش بازي:** ث. باهه جي راند. دارون ساڙڻ جو تماشو. بارود مان ٺهيل سامان (ڦٽاڪا وغيره).

**آتش پرست:** ص. باهه جو پوڄاري- جوت جو پوڄاري. زردشتي مت جو پوئلڳ- گبر- مجوسي.

**آتشدانُ:** گهر جي وچ واري ڪمري ۾ باهه ٻارڻ جو خاص ڳڙکو (جنهن مان دونهين جي نيڪال لاءِ بخارو ٺهيل هجي).

**آتش زبان:** ص. فصيح ءِ بليغ (مقرر. شاعر). تمام تيز ڳالهائيندڙ.

**آتش زده:** ص. باهه لڳل- سڙيل.

**آتش فشان:** ص. باهه وسائيندڙ. ٻرندڙ (جبل).

**آتشي فشاني:** ث. باهه جو وسڪارو. بمباري.

**آتشڪ:** ث. جنسي بيماريءَ جو هڪ قسم- ٽانڪي.

**آتشڪَده:** ذ. پارسين جي عبادتگاهه (جنهن ۾ باهه سدائين ٻرندي رهي).

**آتش گر** ذ. لوهار.

**آتش گري:** لوهار ڪوڌنڌو.

**آتش گير مادو:** يڪدم باهه پڪڙيندڙ. بارود وغيره.

**آتشي:** ص. باهه جو. باهه وارو. باهه جو اثر رکندڙ. جوشيلو. چيڙاڪ.

**آتشي برج:** ذ. نحس تارو. نحوست جو اثر رکندڙ برج يا تارن جو ميڙ.

**آتشي حَرف:** ذ. علم جفر جي اصطلاح ۾ ابجد جا ست حرف (ا. هه. ط. ف. ش. ذ ءِ م).

**آتشي شيشو:** ذ.هڪ قسم جو شيشو. جنهن وسيلي ننڍيون شيون وڏيون ڏسڻ ۾ اچن- محدب شيشو.

**آتَمُ:** (سن) روح.دل- مَن.نفس.ذات.فهم.ڄاڻ.

**آتما:** ث.آتم.روح جي بلند پروازيءَ جي حالت.ضمير.نفس.

**آتما هتيا:** ذ.پاڻ مارڻ- خودڪشي-آپگهات.

**آتَم جوڳ:** ذ.روحاني ميلاپ-وصل.

**آتم شَڪتي:** ث.روحاني قوت.

**آتَم ڪَهاڻي، آتَم ڪٿا:** ث. روحاني فلسفو. حياتيءَ جو احوال-سوانح عمري.

**آتم گِيان:** ذ. روحاني علم. علم معرفت- خدا شناسيءِ خود شناسيءَ جو علم.

**آتم گياني:** ذ.پاڻ سڃاڻندڙ- خودشناس.

**آتم گهاتي:** ذ.آپگهات ڪندڙ- خودڪشي ڪندڙ.

**آتم وادي:** ذ.پنهنجو پاڻ متعلق ڳالهائيندڙ.

**آتم وِديا:** ث.روحاني ڄاڻ.خودشناسي.

**آتَنُ:** ذ.گهرن ۾ عورتن جو گڏجي سُٽ ڪتڻ جو هنڌ.آستانو.

**آتَنُ اُڄهامڻُ:** ڪتڻ وارين جو ٽڙي پکڙي وڃڻ.محفل اجڙي وڃڻ.

**آتِڻُ:** م.اَتي ڪرڻ-اوڪارو ڏيڻ.اُبڙڪ ڏيڻ.

**آتو:** ص. بيتاب- بيقرار. بيزار. ڪَڪَ- ماندو. لاچار- عاجز. ضرورتمند-گهرجائو.تڪڙو-اُبهرو.

**آتيرو، آنتيرو:** ذ. بلور تي بلور هڻي راند شروع ڪرڻ (بلور راند ۾).

**آٽُ:** ذ.بهانو-سبب.

**آٽ پوڻ:** مصيبت ڪڙڪڻ.

**آٽَتُ:** ذ.دلداري-دلاسو.ڏڍ-سهارو.

**آٽرَ:** ذ (سن:آشتَر) گڏه جا ٽڙا.گڏه تي باربرداري يا سواريءَ لاءِ بڌل تپڙ.

**آٽر بِڌائڻ:** ٽپڙ ٻڌائڻ-سامان سميت ڪڏي چڙهڻ.

**آٽر رکڻ:** آهستي آهستي هيرڻ.

**آٽر پاٽر:** ذ.پراڻيون رليون گودڙيون.وڇاڻا- تڏا توئنريون.اُٺ، گڏه جي پٺي ڍڪڻ جا ٽپڙ-ٽپڙيون.تراڪڙو وڇاڻو.

**آٽرو:** ص.قابو نه ڪُٽل-ٽِڙندڙ.هلڪي طبيعت وارو.اُبهرو.

**آٽڙَڻ، آٽڙڻُ:** م. هلندي ٿابو کائڻ- ٿابڙڻ. ٿابو کائي ڪرڻ. وِچڙي ڪرڻ.اَڏيڙا کائڻ.

**آٽنُ:** ذ.هٿ ۾ موجود باڇو مال (ڳهه.رقم.مال وغيره).موڙي.ڏيڍ-ٽيڪ.پر جهلو.دلاسو-آٿت.

**آٽيڙو:** ذ.ڏڪو-ٿابو.

**آٿَ:** ث.گهاٽو لڳلڳدار رس.جيڪو سَڪڻ کان پوءِ سخت ٿي وڃيءَ وري ڳري به سگهي. چيڙهاڻي-ٽاٽاڻي.ضِد- هوڏ.وَٽ- وڪڙ.جيءَ جو گداز-ڳاراڻو.اندر جي اُٿل پٿل.

**آٿ آڻڻ:** بهانو بنائڻ- عذر پيش ڪرڻ.

**آٿ اُڇلائڻ:** مٿان اُلر ڪري اچڻ.

**آٿ ڏيڻ:** رنڊڪ وجهڻ.

**آٿون پچڻ:** ضد ٽان لاهڻ.

**آٿُون مُونا ڏيڻ:** اٽڪلون سٽڪلون ڪرڻ.

**آٿ:** ذ.آوات- ڏکي وات-اجائي وات.

**آٿارڻُ:** م.ڳوهڻ (اٿو).ڳوهيل اٽي کي آٿڻ سان لوئڻ.

**آٿاماٿا:** ذ.آمهون سامهون ڏي وٺ- وهنوار.

**آٿاماٿا ٿيڻ:** برابر ٿيڻ (ليکي ۾)-وهنوار ٿيڻ.هڪ جهڙو ٿيڻ.

**آٿجڻُ:** م.رِجڻ-ڳرڻ.رجي ملي وڃڻ.وٽجي سٽجي وڃڻ.

**آٿَڻُ:** م.ڳارڻ- پگهارڻ- رجائڻ (سون. چاندي يا ڪو ڌاتو). رجائي صاف ڪرڻ.

**آٿَڻ، آٿِڻي:** ث.رسي وٽڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو ٽڪرو.

**آٿَڻُ:** ذ.ماني پچائڻ وقت پِٽڙي ڳوهيل اٽي کي لوئڻ لاءِ سڪل ٿو-پيٺڻ.

**آٿِي:** ث.ڳارو- سوز.فراق.آٿڻ جي حالت.

**آٿو، آنٿو:** ذ.گهوڙي جي ڊوڙ جو هڪ چڪر- وراٽو.

**آٿو وِرائڻ:** هرن کان رهجي ويل زمين جي ٽڪرو کاهي ڇڏڻ. (هارين جو اصطلاح).

**آٿورو:** ذ.پسار ڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو وڻ ءِان جو ڦر- ڪاري گيدوڙي.

**آٿو گراف:** ذ (انگ) هٿ جي لکيل تحرير.خصوصاً صحي وغيره.

**آٿوميٽڪ:** ص (انگ) پاڻمرادو ڪم ڪندڙ- خودڪار.

**آٿي:** ث.محويت-ٿُبي-استغراق.

**آٿيج:** ذ.آثار-اهڃاڻ.تخمينو-اندازو.گمان-انومان.ساٺ-سوَڻ.

**آٿيرَڻ:** ث. سٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي ڳلي. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**آٿرَجَڻُ، آٿِرڻُ:** م.لڙاٿيل پاڻي ۾ مٽيءَ جو ترونڻ.

**آٿرجي وڃڻ:** ڏک يا بيماريءَ سبب رت جو دورو بند ٿي وڃڻ.

**آثارُ:** ذ.(ع:واحد=اثر) اثر.نشانيون-اهڃاڻ.ويران وستيءَ جا نشان.

**آثارِ قديم:** ذ.پراڻا يادگار.تاريخي واقعات جا اُجڙيل نشان.

**آثارو:** ذ.نشان-آثار.اثر.واسو.

**آثم:** ص(ع)گنهگار-ڏوهاري.

**آپُ:** ض.پاڻ-خود.پنهنجي سر.

**آپُ گهاتُ:** ذ.پاڻ کي مارڻ-خودڪشي.

**آپا:** ث(سن:آپد)وڏي ڀيڻ.

**آپاتو:** ذ.اوپرو-اجنبي.مسافر-رُولو-بيگانو.

**آپَت:** ث.پنهنجائپ-عزازت-برادري-مٽي مائٽي.

**آپدا:** ث(سن)مٿان آيل مصيبت.آسماني آفت.مصيبت.عذاب.

**آپريٽر:** ذ(انگ)مشين هلائيندڙ.

**آپريشَن:** ث(انگ)علاج خاطر بدن جي عضون جي وڍڪٽ-جراحي.

**آپريشن ٿيئٽر:** ذ.اسپتال ۾ جراحيءَ وارو ڪمرو.

**آپِڙَڻُ:** م.پڄڻ-پُهچڻ-رَسڻ.

**آپڻي گهوٽڻ:** پنهنجي سِر ڪوشش ڪرڻ.

**آپو:** ذ.پاڻپڻو-خودي.وڏائي-هٺ-تڪبر.

**آپي آپ ٿيڻ:** خود خيال ٿيڻ-جدا ٿيڻ(مائٽن کان).

**آپي خانِي:** ث.خود خيالي.خودمختاري.وڏائي.

**آپي شاهِي:** ث.پنهنجي بادشاهي.زوراوري-ڏاڍائي.انڌير.

**آپي ڪان نڪرڻ:** ماٺيهي مان نڪرڻ.هوش مان نڪرڻ.ڪاوڙ ۾ وهلور وڃڻ.

**آڄپو:** ذ.آزادگي-ڇوٽڪارو-نجات.فراغت-واندڪائي.

**آجِرُ:** ص(ع)اُجرت تي ڪم ڪندڙ.مزور.

**آجِڙي:** ث.مالواري-پنهوارڻ.

**آجِڪو:** ذ(ف:آذوقہ)ڇُوٽو.روزي.روزانو قوت(جنهن کان سواءِ جيئرو رهي نہ سگهجي).داڻو پاڻي.

**آجائِي:** ث.آزادي-نجات.واندڪائي-فرصت.

**آجو:** ص.آزاد-واندو-ڇُٽل.فارغ(ڪم مان).

**آجو پاجو:** چُڪتو(حساب ڪتاب ۾).

**آجُورو:** ذ.ڦٽ ءِ ان جو ميٽيل داغ.

**آجِيان:** ث(سن)ڪنهن جي اچڻ تي خوشيءَ جو ظهار.مرحبا.ڀليڪار.

**آجهاپُ، آجهاپو:** ذ.آجهو.ٿوري ننڊ-جهوٽو.آرام.

**آجهارُ:** ذ.درياءَ جي آرَ يا سيرَ وارو جوکائتو پاڻي.جنهن جي موڄَ مستيءَ کان ٻيڙيا تا ٻيڙيءَ کي ٻري رکندا آهن.

**آجهڙيو:** ذ.ڳاهٽ يا ميڙ ۾ ڦاٿل.گمراه.

**آجَهه واجَهه:** ذ.مُنهن لڳ-واقفيت.اثر رسوخ.حيلا وسيلا.

**آجهي ماجهِي:** ث.اويل سويل-آڏي ماجهي

**آچار:** ظ.جهڙو-جيان-وانگر.

**آچارَ:** ذ.امين جو راجوئي فيصلو.انصاف روءِ فيصلو-نياءُ.هَلي چَلي-ريت رسم.آچر(ڏينهن).ماٺهوءَ جو نالو.

**آچار ۾ وجهڻ:** معاملو اينگهائڻ.ڪم کان ٽارڻ.امين وٽ معاملو فيصلي لاءِ آڻڻ.

**آچارو:** ص.نياءُ ڪندڙ-منصف.وهنواري.

**آچار ويچار:** راجوئي فيصلو.انصاف-نياءُ.

**آچارُ:** ذ.ڪٺان-مرچ مصالح واري چٽني-سانڌاتو.

**آچار ڪڍي ڇڏڻ:** سخت سزا ڏيڻ.

**آچار وجهڻ:** سانڌاتو ناهڻ.ڪتب آڻڻ.

**آچارَڻُ:** م.هلي چلي ءَ موجب هلڻ.فيصلو ڪرڻ.ويچارڻ.

**آچارِي:** ص(سن:آچاريہ)علم جي روشنائي وارو.سکيا ڏيندڙ.مذهبي اصولن جو پابند.آچار ڪندڙ.فيصلو ڪندڙ.

**آچاڙو:** ذ.پناه-ڍَڪ-پردو.ڳوٺري-ٿيلهي.آچاڙو.

**آچامُ:** ذ(ف:آماج)تير ڇٽڻ جو نشان-هدف.

**آچامي:** ص.نشان چٽيندڙ.تيرانداز.فريب ڪار.چرب زبان.

**آچرُ:** ذ(سن:آدتيہ وار)هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن-آتوار.

**آچر ليپو ڏيڻ:** پيٽ آڏڻ مهل سخت تڪليف ڏيڻ.

**آچڙو:** ذ.جنم آهوڙيندڙ-جنم آهوڙو.

**آچو:** ذ.بانس جي ڪاني.ماٺهوءَ جو نالو.

**آچ:** ث.صلاح-پيشڪش.وات نڪاني.اعلان.واڪ.

**آڇارو:** ذ.پاڻيءَ جو تيز وهڪرو-سامونڊي لهر يا ڇولي-پاڻيءَ جو گهمرو يا غن.(شاه جو رسالو.)

**آڇٽ:** ذ.پائيندڙ واري هنڌ مانار وارو پاڻي-(پاڻ کان پوءِ جيڪي پاڻيءَ جون ڇوليون اچي ڪپر تي پهچنديون آهن.ان پاڻيءَ کي آڇٽ چئبو آهي.هن مانار مان شڪاري آبي جانور، جيئن تہ ٻلهڻيون فاندو وٺنديون آهن).

**آڇاڙو:** ذ.غيبات جو پڇو.سمنڊ جي سخت ڇولي يہ تيز وهڪرو.

**آڇاڙو:** ذ.ڍَڪ-پوش.اوڇڻ.(پرين اکين ۾ پيهہ آئون آڇاڙو ٿيان.)

**آڇرڻُ:** م.آلرڻ(پاڻي).مٽيءَ جو پاڻيءَ ۾ هيٺ ترونئي ويهڻ.

**آڇڙو:** ذ.جڻيوت جي ڏيکاري جو اثر.نگٽ جو حساب.

**آڇلائڻُ، آڇُلائڻُ:** م.مٿا ڇرو هلڪڙو ڌوئڻ(ٿانءُ.ڪپڙو).گهارڻ(ٿانءُ).ڇاڇولڻ(ڪپڙو).

**آچڻ:** م. ڪاشيءِ پيش ڪرڻ. آچ ڪرڻ.

**آحادُ:** ذ (ع) ايڪ. ڏاڪي يا رمل جا ڪتا. فقط هڪڙي جڻي کان حديثون ٻڌڻ.

**آخر:** ذ (ع) پڇاڙي- انت. ڇيھ- دنگ. نيٺ.

**آخرَ دَمُ:** ذ. پڇاڙيءَ وارو پساهه. موت جو وقت. پڇاڙي سوڌو. توڙتائين.

**آخرَ زَمانُ:** ذ. پڇاڙيءَ وارو زمانو. قيامت جي ويجهڙائيءَ وارو وقت.

**آخرَ ظُهُر:** ث. پيھري نماز (جا جمعي نماز بعد "آخر ظهر" جي نيت سان پڙهجي).

**آخرڪار:** ظ. آخري طرح- نيٺ.

**آخر ۾ نہ هئڻ (اچڻ):** ڪنهن به ليکي يا شمار ۾ نہ اچڻ.

**آخرت:** ث (ع) پڇاڙي- پڇاڙي (دنيا جي). قيامت. ٻيو جهان.

**آخرت ٻوڙڻ:** بُرن ڪمن سبب پڇاڙي خراب ڪرڻ.

**آخرت جو توشو:** اهي چڱا ڪم، جن عيوض قيامت ۾ سٺو اجورو ملي- آخرت جو ثمر.

**آخرش:** ظ. نيٺ- آخرڪار. الغرض.

**آخري، آخرين:** ظ: سڀ کان پويون- پڇاڙيءَ وارو.

**آخري بَهار:** ث. حسن جو زوال. بسنت جي موسم جو پويون وقت.

**آخري ديدار:** جنازو کڻڻ وقت ميت جو مُنهن ڏسڻ.

**آخري وقت:** ذ. حياتيءَ جو پڇاڙيءَ وارو وقت. سڪرات جو وقت. دنيا جو پويون زمانو- ڪلجڳ.

**آخُور:** ذ (ف) گهوڙي يا چوپائي ڍور جي آکر. چوپائي مال جي روزاني کاڌي جو گاهه.

**آخُوندُ:** ذ (ف) ديني تعليم ڏيندڙ استاد (فقيه، مُلا). ابتدائي درجي وارو معلم.

**آد:** ث (سن) منڍ- آغاز- ابتدا. اصل. پهريون- بنيادي.

**آدِ بُنياد:** ث. اصلوڪو- اصل جو. پهريون وجود. بُن بنياد. شروعات.

**آدِ جُڳاد:** ث. اصل زمانو. قديم زمانو.

**آداب:** ذ (ع. اَدب جو جمع) چڱيون عادتون- اخلاق. ادب جو قاعدو ۽ سليقو. نياز نوڙت سان سلام- تعظيمون.

**آدابَ:** ذ (ع: عذاب) تڪليفون- اهنج- ايذاءَ- سُورَ.

**آدَرشُ:** ذ (س) آئينو- آرسي. علم اصول جو ڪتاب ءِ ان جو لکيل نسخو. نمونو- مثال. اعلي مقصد. نصب العين.

**آدرشي:** ذ. اصول تي هلندڙ- بااصول. نصب العين وارو.

**آدُساد:** ظ. آڳاٽو- قديم. عربستان جون ٻہ قديم قومون عاد ۽ ثمود.

**آدَمُ:** ذ (ع) پهريون ماڻهو (جنهن کان انسانذات جي ابتدا ٿي). خليفہ الله. ماڻهو- آدمي.

**آدم خور:** ذ. ماڻهو کائيندڙ (انسان يا ديو).

**آدم زاد:** ذ. آدم جو ڄڻيل. آدم جو اولاد. بني نوع انسان.

**آدمشماري:** ث. هر ڏهين سال ملڪ جي ماڻهن جي ڳڻپ.

**آدم شناسي:** ث. ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي سڃاڻپ- قدر شناسي.

**آدم قَد:** ذ. ماڻهوءَ جي قد جيترو (ڊگهو).

**آدمي:** ذ (ف) آدم زادو- ماڻهو- بشر- انسان.

**آدَميت:** ث (ع) ماڻهپو- انسانيت.

**آدِيسُ:** ذ (سن: آديش) گرو کي ڪيل شوق ۽ محبت جو سلام. نمسڪار. جوڳين جو سلام.

**آديسي:** ذ. سِر نمائيندڙ- مٿو ٽيڪيندڙ. جوڳي فقيرن جو هڪ گروهه. الله لوڪ. لامڪان فقير. نصيحت ڏيندڙ.

**آدي سونُ:** ذ. ڦيٽ ڳڏيل سون- خراب سون.

**آڏارُ:** ذ. ٽيڪ- جهل. سهارو- ڏڍ.

**آڏاراي:** ص. هٿ هيرو- هيريل. وڳهو (وهٽ).

**آڏائُون:** ذ. اڌ سال يعني، چيٽ ۽ ڪتيءَ جي وچ وارو ٽيون فصل (جنهن ۾ گدرا، گوار، جوئر، وغيره ٿين).

**آڏَر:** ث. ٽيڪ- جهل. ڏڍ- سهارو. سن- آجيان.

**آڏَر اَجهو:** ذ. پردو پناهه- اوٽ. آسرو- پَر جهلو.

**آڏَرياءُ:** ذ. پليڪار. آئي جي عزت. مرحبا- آجيان. ٽهل ٽڪور- خاطر مدارت.

**آڏُوتي:** ص. دنيا کي ترڪ ڪندڙ- تارڪ. سنياسي فقير.

**آڏِي:** ث. اڌ رات. اڌ رات جو وقت.

**آڏِي ڪرڻ:** دير ڪرڻ- اوير ڪرڻ.

**آڏِي اَويل:** ث. رات جو اويڙو وقت- بيگاهه. اويڙي مهل. بنہ دير سان- ڪُمهلائي.

**آڏِي مانجهي:** ث. اڌ رات ۽ منجهند. اوير سوير.

**آڏِياري:** ث. چاراڻي عيوض چوپائي مال جي پيدائش جو اڌ.

**آڏيڙا:** ذ. ڏڪا- ٿاپا.

**آڏيلو:** ذ. اڌپئسو. اڌ پئسي وارو اڳيون سڪو.

**آڏينتا:** ث (سن) محتاجي- بيوسي. غربت- مسڪيني.

**آڏَ، آڏ:** ث. آڏو رکيل شيءِ يا آنڪ. رنڊڪ- آڙ. ڇت وغيره کي ٽيڪ لاءِ ڏنل ٿوڻي- جهل.

**آڏارَڻُ، آڏارڻُ:** م. اوٻارڻ. اڌوڳو رڌڻ (گوشت وغيره)

**آڏاڪري:** ث. مُنجهيل لکتي. ڏنگن اکرن واري تحرير.

**آڏانو:** ذ. ڪپڙي جي اُتاوت جو مندان.

**آڏتُ:** ذ(سن: آدتيہ) سج- شمس.

**آڏتُ اُيرنُ:** سج اُيرنُ.

**آڏَ ترڇو:** ص. ٽيڏو. مٿانهون ۽ پاسيرو. هيٺ مٿي.

**آڏتيو:** ذ. ڪميشن تي وڪرو ڪندڙ- دلال- آڙهتي.

**آڏَرُ:** ذ. ڪونئر- آهر.

**آڏڙي:** ث. آڏَ- ٽيڪ- جهلَ. رنڊڪ. مَنع جو هڪ داءُ. بهانو- عذر.

**آڏَنَ:** ث. شڪار جو هڪ نمونو. جنهن ۾ رات جو ٽن پاسن کان چار بندي. پکين ۾ ٽاهاڻي شڪار ڪجي.

**آڏو:** ص. ڏنگو- ٽيڙو- ڦڏو. اڳيان- سامهون. روبرو- مقابل.

**آڏو اچڻ:** سامهون اچڻ. رنڊڪ وجهڻ. مخالفت ٿيڻ.

**آڏو اُبتو:** ص. ڏنگو ڦڏو- اٽانگو. بيڊولو- اڻ وڻندڙ- بي ڍنگو.

**آڏو ٽيڏو، آڏو ڦڏو:** ظ. ڏنگو ڦڏو- آسرو پاسيرو. جهڙو تهڙو- معمولي.

**آڏو فرياد:** ذ. فريادي ۽ جي مقابلي ۾ جوابدار جو فرياد.

**آڏوائي:** اسم خاص. حيدرآباد جي هندو عاملن جو هڪ ڪٽنب (جنهن مشهور ماڻهو پيدا ڪيا).

**آڏَ واهَرَ:** ث. بچاءُ جي مدد. ازغيبي مدد. قانوني بچاءُ يا ڪنهن مشڪل ۾ ڪم ايندڙ مدد.

**آڏَ وڏائي:** ث. حسبي نسبي يا خانداني فخر. ورثي ۾ مليل مرتبو- آڏَ اباڻي ڏاڏاڻي ريت.

**آڏوَرو:** ذ. ڇپر جو پاسيرو ورو. بيلگڏي ۽ بَم جي ڇيڙي ۾ لڳل اُڀي ڪاٺي.

**آڏوَري:** ث. بن ڪُنل ڪاٺين تي رکيل آڏي ڪاٺي- ڪاٺڻ.

**آڏي پُڇا:** ث. ڪورٽ ۾ شاهد ڪان سندس ڏنل بيان بابت قانوني پڇا- جرح.

**آڏي مارڻ:** پاڻيءَ جي زور سبب ٻيڙيءَ جو اوڀري طرف مشڪل سان هلڻ- ٻيڙيءَ جو اُگهو نگهي پوڻ (ميربحرن جو اصطلاح).

**آڏي وَرندي:** ث. آڏو جواب- مُنهن سامهون جواب. اڻ وڻندڙ جواب.

**آڏيري:** ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (پسرڪي وڪر طور ڪم ايندڙ).

**آڊِٽ:** ذ (انگ) حساب ڪتاب جي جاچ.

**آڊيٽر:** ذ (انگ) حساب ڪتاب جي جاچ پڙتال ڪندڙ عملدار- محاسب.

**آڊوڪو:** ص. ٿورو آلو- ٿورو پسيل. پوريءَ طرح نہ سُڪل (ڪاٺ. ڪپڙو).

**آڊَ:** ث. سورڪان مهٽ واري مالش (جسم کي يا ڪنهن عضوي کي).

**آڊَ سُوٽ:** ث. جسم جي عضون کي آڊڻ ۽ تيل مکڻ. عضون جي مَهٽ سهٽ.

**آڊمڪ:** ث. جسم جي عضون کي آڊڻ ۽ تيل مکڻ جي مهٽ سهٽ.

**آڊائڻ:** م. مالش ڪرائڻ (بدن يا عضون کي). آڊ سُوٽ ڪرائڻ.

**آڊِرڻُ:** م. ٽيڪ ڏيڻ (ٻئي تي). بيمار جو ويڙهيل هجڻ يا وهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ٽيڪ ڏيڻ- آٿڙڻ.

**آڊِرو:** ذ. ٽيڪ ڏيڻ جو وڏو وهاڻو.

**آڊَڻُ، آڊِڻُ:** م. تيل سان بدن کي مَهٽ ڏيڻ- مالش ڪرڻ. مهٽ سهٽ ڪرڻ (ويم واريءَ زال کي). هٿ هڻڻ (ڇڪيءَ کي).

**آڊو:** ص. وڏيءَ عمر وارو (سٺ ستر سالن کان مٿي چڙهيل)- ٻڍو- پوڙهو. ماڻهوءَ جو نالو.

**آڊو ٻڍو، آڊِڙو ٻڍڙو:** ص. گهڻو ڪراڙو- تمام پوڙهو.

**آڏَرُ:** ذ. خوشبودار گاهہ جو هڪ قسم (جو ٻارڻ سان خوشبوءِ ڏئي).

**آڏُقو، آڏُوقو:** ذ (ف: آذوقہ) آجڪو- قوت. چوڳو- چوڻو.

**آرَ:** ث (ف: آرہ) نوڪدار سُئو (ڪاغذ، چمڙي وغيره ۾ سوراخ ڪرڻ لاءِ).

**آرِ:** ث. جيت جو هڪ قسم. برسات جي موسم ۾ وڻن ۾ آواز ڪندڙ تُڏ. مڪيءَ جي ماناري واري ٽاري.

**آرُ:** ذ. وهڪري جي چوطرفي تيزي يا ڇڪ. درياءَ جو ڪُن. درياءَ جي تکَ. لاڙو (دل جو). ڇڪ- ڪشش. اُڪير. لاڏ- هيج- چاهہ.

**آرُ لڳڻ:** تئون لڳڻ- دل جو لاڙو ٿيڻ.

**آراڏ:** ذ. جوڳ. اڪيلو ويهي عبادت ڪرڻ جي حالت. خلوت- ايڪانت. فراق- عنحيدگي.

**آراڏنائون ڪرڻ:** عاجزي ڪرڻ. باڏائڻ. پوڄا ڪرڻ.

**آراڏو:** ص(ع: علحده) الڳ- جدا. انوکو. نرالو.

**آراڙ:** ث. ٻَرپَٽ- بيابان. ٻيو- جهنگ. ڏُٽي. وٿراهه. چراگاهه جو ميدان.

**آراڙ:** ذ. جنگ. ٽڙ ٽي- ويڙهه. گاهہ جو هڪ قسم.

**آراڙهي:** ث. اڻ منڊائتي جوتر (جيڪ فقط گاهہ طور پوکجي). آرهڙي ڏٺ (سگر، ٻسي، ٻيرون). ميهن، جيڙن ۽ رٻيڙين جي ڪچرين جو ٻوڙ. آرڙهيا اونهاري جو فصل.

**آراستہ:** ص (ف) سينگاريل. چانگيل. درست.

**آراستگي:** ٿ.سينگار.ٺاهڻو- سجاوٽ.

**آراضي:** اسم خاص.دادو ضلعي ۾،سيوهڻ لڳ هڪ شهر جو نالو.

**آراڪو:** ذ.سيلابي وهڪرو- ٻوڏ.ٻاڻيندڙ درياءُ.

**آرامُ:** ذ (ف) جسماني آسائش واري حالت- فرحت. سک. تندرستي- صحت.فراغت- واندڪائي.ننڊ.

**آرام آسائش:** فرحت-وسرام.

**آرام پذير:** ذ.آرام ۾-آرامي.فرحتي.

**آرام پَسند، آرام طلب:** ص.آرام چاهيندڙ.تڪليف يا جاکوڙ کان ڀڄندڙ.سست.ڪاهل.

**آرام ڪُرسي:** ٿ.ٻانهن واري وڏي ڪرسي (جنهن تي اڌوگابرو ليٽي يا آرام سان ويهي سگهجي).

**آرامگاه:** ٿ.آرام جي جاءِ.ننڊ جو ڪمرو- بيڊروم.

**آرامي:** ص.آرام ۾ پيل- سٽل.بيفڪر- خوش.

**آرانيي:** ٿ.ٻرندڙ ڪاٺي- اُماڙي.ٻاهه جو اُلو.شعلو- چڻي.ٻيڙ- پنيٽ.چوچڙي.

**آرانَ:** ٿ.درياءَ جي نهرن جي ليٽ پيٽ.صلح- سلوڪ.آر- لوڙو.لڙائيءَ جوگوڙشور.

**آرائش، آرايش:** ٿ(ف) زيبائش- سينگار.ٺاهڻو- ڏيک ويک.

**آرائي:** ٿ.گرمي سبب جسم تي نڪتل ننڍڙي ڦرڙي.

**آرائيون، آرايون:** ٿ.گرمي ۾ جسم تي نڪتل داڻا-پت.

**آرائينَ:** ذ (س) ٻه جيون پوکيندڙ.ٻاغبني.هڪ ذات جو نالو.

**آرتغا:** ٿ (س) سُور-ايذاءُ (دل جو).درد-ڏک.بيوسي- محتاجي.

**آرتوارُ:** ذ (س:آدتيهوار) آچر (ڏينهن)-اتوار.

**آرتي:** ٿ.هندن جي پوڄا جو هڪ نمونو.(هندوءَ اُچوت مندر ۾ ٻاجي، دولڪ. ڪڙتال ءَ جانجهه تي پڄن ءَ آرتيون ڳائي پوڄا ڪندا آهن).

**آرٽُ:** ذ.اَيٽ.اَرٽ.نار.

**آرٽ:** ذ (انگ) هنر- فن- ڪاريگري.هنر اُڌو شڪل.

**آرٽسٽ:** (انگ) نقاش- مصور.

**آرٽيڪل:** ذ (انگ) مقالو- مضمون.قانون جي شق.

**آرپَارَ:** ذ.سجاتپ جانشان.پارپتا.

**آرپارُ، آروپارُ:** ظ.هن پرءِ هن پر- هن پارءِ هن پار.هن ڪپ ءِ هن ڪپ تي.هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين.

**آردرُ:** (انگ) حڪم- فرمان.حڪمنامو (نوڪريءَ جو).

**آردر ونَن:** حڪم حاصل ڪرڻ. ڪنهن شيءِ جي خريد لاءِ فرمائش ونڻ.

**آرڊيننس:** ذ (انگ) حڪومت طرفان وقتي طور نافذ ڪيل ضابطو يا قانون.

**آرڙو:** ذ.پاڻيءَ ڪپ ۾ زمين تي ڪيڙ.راڳو- ليپو.

**آرزُو:** ذ (ف) آس- اميد- سڌ- خواهش.دلي مراد.

**آرزُومَند:** ص.اميدوار.خواهشمند.

**آرس:** ذ.بدن ۾ سستيءَ واري حالت.سستي- ڪمي.ڪَرَ- لِڱ.

**آرس پَجَنَ:** ڪرموڙن- لڱ پجن.

**آرسي:** ص.سست.ٽوٽي.

**آرسجَنَ:** م.سستٿين.

**آرسَنُ:** ذ.سونهارو- ٿنين (ڪورين جي اصطلاح ۾). ڪلف- پيچي-پين.

**آرسي:** ٿ.آئينو-ٽڪ.

**آرسي ٿينَ:** نمونو ٿينَ.مثال بنجن.

**آرسي ڏيکارنَ:** اعمالن کان واقف ڪرڻ. ڪرتوت ظاهر ڪرڻ.

**آرَفُ، آرَقُ:** ذ.ڪلر جو لون- ڪلر جي ڪار.ڪلر جو آنريل پاڻي.ڪلنيءَ جو ڪٽپ.

**آرڪَنَ:** ذ.ارڪان.لچن.

**آرڪني:** ٿ.آرسي-آئينو.

**آرڪيسٽرا:** ذ (انگ) سازندن جو ٽولو.

**آرمر:** ذ (ف:اَرمڪ) اوني ڪپڙي جو هڪ قسم.

**آرماڙُ:** ذ.بحري جنگي جهازن جو ميڙ- بحري ٻيڙو.

**آرمي:** ٿ (انگ) خشڪيءَ جي فوج يا لشڪر- بري فوج.

**آرنهن:** ذ.وندر.دل وندرائڻ.

**آرنُ:** ذ (س) ٻيلو.ٻوڏ واري ايراضيءَ جو جهنگ.گدرن ءِ هنداڻن جو باغ.ٻه چين جي واڙي.جنگ جو ميدان.لڙائي.

**آرن بَدَنَ:** جنگ جوٽڻ- لڙائي ڪرڻ.

**آرو:** ذ.آر- لاڙو.دل جو لاڙو- رجحان.پيار- قرب.لاڏ- انگل.درياءَ جي پاڻيءَ جو زور. ڪٽڙ (يا ٻني ڀڪيءَ جي) آنن تي ويهڪ.

**آرو پچائنَ، آرو ڪرنَ:** آنن تي ويٺل پکي وانگر جهوڪ ٻڌي ويهڻ.گهر ۾ اندر گهڻو وقت ويهي رهڻ.انگل ڪرڻ.لاڙو رکڻ.

**آرو ڪڍنَ:** پيار جو انگل پورو ڪرڻ.

**آرو ڪڍي چڊنَ:** پيار هٽائي ڇڏڻ.

**آروٽ:** ٿ.گهري ننڊ.اونگهه.استغراق- محويت.

**آروڙو پاروڙو:** ذ.اوباريل (ڪاڏو).بانسي ڪاڏو.

**آرُوڙِي:** ث.گند گوبر جو ڍگ- اروڙي.دل جي پليتي- ٻيائي- دوئي.

**آرُوسَڻ:** م. آهستي آهستي ڪنهن زخم مان گند ڪڍڻ. سُوٽڻ. ملش ڪرڻ- آيڊيڻ.

**آرَهَڙُ:** ذ.اونهارو.

**آرهِڙِي:** آرڙه جو ڏٿ( سگو،پيرون وغيره ).آرهڙ جي ڏٿ وارو طعام.

**آرِي:** اسم خاص."آري ڄام"- پنهونءَ جو پيءُ.معزز بلوچ سردار.

**آرياڻي:** ث.معزز عورت.سيد ياڻي.مالهڻ- گل وڪڻندڙ عورت.

**آرِيتي:** ث.پاڙيتو مينهن يا ڳئون- اها مينهن يا ڳئون، جيڪا پاڙي تي کير ڏهڻ ڏئي.

**آرِينڙو، آرِينو:** ذ.هڪ قسم جو وڻ ءان جو ٻج (ٻج ڪي پيچي پاڻي ۾ چپ چوڪڻي ته صابڻ وانگر ڳجي ڪري، جنهن ۾ ريشمي ڪپڙا ڌوپن ).

**آرِي:** ث.ڪرت.ڪراني.

**آرِيجرِي:** ث.درياءَ ڪي پرتي ڪندڙ جبلو ٿن.

**آريچو:** ذ.آريءَ جو اولاد ( شاه جو رسالو )

**آريڪَڻُ:** ذ.ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**آرين پارين:** پاريٽ ساڻ- نشانن پٽو رو.

**آريَه:** ذ (سن) سُٺڙيل. پڙهيل. شريف. معزز- مانائتو. (اسم خاص) هندستان جي هڪ قديم قوم جو نالو- آريه.

**آريا سماج:** سوامي ديانند جو جاري ڪيل پنٿ.

**آريا وَرت:** ذقديم آرين جو ملڪ.هندستان جو قديم نالو.

**آڙَ:** ث.اوٽ-اولو- پردو.ڍَڪ.اَجهو.آڏ- روڪ.وَجه- ٻَنگ.

**آڙاهُ، آڙَهُ:** ذ.ٻه جو وڏو مَڇ ( جنهن ۾ پيٽ ٻڪندا آهن ).ڪورو.

**آڙَنگُ:** ذ.برسات کان اڳ هوا جي گُهٽَ.اُٻس- ٻوسٽ- رگه.

**آڙُو:** ذ(ف:آلو)ميوي جو هڪ قسم.

**آڙو: ذ.** ونگ- پيچ.ٻن ٻڌل پاتي پر جهمو- آسرو.

**آڙِي:** ث.پاتيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم- مرغابي.

**آڙِيڪاپُ:** ص.چالاڪ- هوشيار.اٽڪلي.حرفتي.

**آڙيڪو:** ذ.ڪنڍو.انگوڙو.ڪنوڙو.پيچ- وڪڙ- وَر.

**آزادُ:** ص(ف) خود خيال- پنهنجي مرضيءَ وارو.آجو- ڇٽل.ڪليل. ڇڙواڳ.واندو.اڪيلو.

**آزادانو:** ظ.آزاديءَ وارو- آزادنمونو.

**آزاد طَبع:** ص. خود خيال. پنهنجن خيالن جو بنا ڊپ جي اظهار ڪندڙ.بيپرواه.

**آزادِي:** ث. خود خيالي. خودمختياري.آجپو. ڇوٽڪارو- رهائي.

فرصت-واند ڪائي.

**آزارُ:** ذ(ف)تڪليف-اهنج.عذاب.ايذاءَ- سُور- درد.جنجال.بيماري.

**آزار جا انواع:** اُپريل سُور- ڪئين دردءِ مرض.( شاه جو رسالو ).

**آزار ۾ پوڻ:** مصيبت ۾ ڦاسڻ.تڪليف ۾ جڪڙجڻ.

**آزارَڻ، آزارِڻ:** م (ف: آزاريدن) تڪليف ڏيڻ. رنجائڻ. ڏکوئڻ. ستائڻ- تنگ ڪرڻ.

**آزَر:** اسم خاص. حضرت ابراهيم عليه السلام جي پيءُ يا چاچي جو نالو. جيڪو بت تراشي وڪڻندو هو. (مجازاً) بت پرست.( منهن ۾ مسلمان اندر آزر آهين ).

**آزردَه:** ص(ف) تڪليف ۾ مبتلا. ناخوش.ڏکويل. غمگين. اداس- مسول.پريشان. ڪَڪ- بيزار آتو.

**آزمائش:** ث(ف).آزمودو- امتحان- تجربو.پرک- چڪاس- جاچ.

**آزمائڻ:** م.پرکڻ- آزمودو وٺڻ.تجربو ڪرڻ.

**آزمُودو:** ذ(ف:آزموده) امتحان- پرک.تجربو.آزمائش- چڪاس.

**آزمُودگار:** ذ.تجربي وارو- تجربيڪار.ماهر.هوشيار.جهانديده.

**آزمودي خاطر:** ظ.تجربي طور.ٿورو گهٽو.

**آزورُو:** ص.بي ٻِهج- بي زور- ضعيف.

**آزِي:** ث.وينتي- منٿ- التجا.

**آزي نيازي:** ث.منٿ ميڙ- نيلڙائت.

**آسَ:** ث( سن: آشا؛ ف:آز ) اُميد. خواهش- سڌ.

**آس ٻڌڻ:** اميد رکڻ- آسرو رکڻ.

**آسَ اُپارَ:** تمام گهڻي اُميد.

**آسَ اُميدَ:** ث. ولادءان جي شاديءَ جي مراد. جيئري تي متصد جي تڪميل.

**آس سان ٿيڻ:** پيٽ ٿيڻ- عورت جو حامله ٿيڻ.

**آسا:** ث. (سن: آشا) آس- اميد. خواهش- تمنا. غرض- حاجت. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**آسا بَندُ:** ص.جنهن تي اميد ٻڌل هجي.آسرو- آڌار.ڌِڪ- آٿت.

**آسائتو، آسائُو:** ص.سڪارو- سڪ ڀريل. ميدوار.

**آسارَ:** ث.هڪ قسم جو پسارڪو وکر ( پوري رنگ جي ڳنڍيين جي پاڙ ).

**آسارُ:** ذ.آسرو- اميد.پادگيري.

**آسارو:** ذ.آسرو- اميد- آڌار- آسرو.

**آسارِي:** آڌارتي- آسري تي.

**آسارِيو:** ذ.پسار ڪي وکر جو هڪ قسم- آهريو.

**اجاتُ:** ص.نہ چاول- اڻ سرجيل.ابدي.

**اُجارڻُ، اُجارڻُ:** مر. ڪَٽ ڪيئي صاف ڪرڻ (ڳم.هٿيار)- پالش ڪرڻ. صيقل ڪرڻ (هٿيار). اُجارڻ (ڳم). اوجر ڏيڻ- چلڪائڻ.روشن ڪرڻ (نالو).سينگاري دفن ڪرڻ (لاش).

**اُجاري ڇڏڻ:** (طنزيہ) اَڏي ڇڏڻ.

**اجارو:** ذ(ع:اجاره) محصول- ناڪو.محصول اڳاڙڻ جو نيڪو.

**اجاريدارُ:** ص.نيڪيدار- مقاطعيدار.

**اَجاڙ:** ذ(ه) سٽيءَ جو ٿلهو ڪپڙو.

**اُجاڙ:** ص.برباد- ويران- غيرآباد.

**اُجاڙڻ:** مر.ويران ڪرڻ.برباد ڪرڻ.سُڃ ڪرڻ (وستي.ملڪ).

**اجازَت:** ث(ع) موڪل- منظوري.هُدو(مرشد يا اُستادڪان مليل).

**اجازَت نامو:** ذ.اجازت جي سَنَدَ- مختيارنامو.

**اجازو:** ذ.سَند- اجازت نامو.

**اُجاگر:** ص(ه) روشن.

**اُجالو:** ذ.روشنائي- تجلو.سُهائو- سوجهرو.اوجر.

**اَجايو:** ص. بيجا- بي موقعي. غيرضروري. ڪنهن نہ ڪم جو. هرويرو- خواهمخواه.(ث.اجائي).

**اجايو پاڻي ولوڙڻ:** بيسود ڪوشش ڪرڻ- اجائي محنت ڪرڻ.

**اجتماعُ:** ذ(ع) ميڙ- مجموعو (گهڻن ماڻهن جو).

**اجتماعي:** ص. سڄي جماعت سان تعلق رکندڙ- مجموعي. سماجي.گڏيل.

**اجتنابُ:** ذ(ع) پاسو ڪرڻ- پري رهڻ.پرهيز.

**اِجتِهادُ:** ذ(ع) ڪوشش- جُهد. حديث مان پنهنجي علم موجب فقہ جو نئون نُڪتو يا اصول پيدا ڪرڻ.

**اَجدادَ:** ذ(ع) ابا ڏاڏا- وڏا- بزرگ.

**اَجُرُ:** ذ(ع.اَجر) عيوض.ڦل.جزا.ثواب.

**اَجر عظيم:** تمام وڏو ثواب.

**اَجَرُ:** ص.هضم نہ ٿيندڙ- ديرهضم.دائمي جوان.غيرفاني.

**اَجَر جَري:** ص.غيرفاني- اَمرُ.

**اجراءُ:** ذ(ع) جاري ڪرڻ.تعميل- بجاوري.

**اَجرامُ:** ذ(ع:جِرمُ جو جمع) سيارا- ڪُرهَ.

**اَجرام سَماوي:** ذ.آسماني جسم (ڪره.سيارا وغيره).

**اُجرائڻ:** مر.اُجارڻ.

**اُجرائي:** ث.صفائي- سَنائي.پاڪيزگي.

**اُجرَتَ:** ث(ع) عيوض.محنتانو- مزوري.قيمت.

**اَجرَڪَ:** ث(ع:اَزرَق) هڪ قسم جي رڱيل ۽ ڇَپيل چادر.جيڪا فقط سنڌ ۾ ئي ڇپجي ۽ اوڍي وڃي ٿي.

**اَجرڪ چَندڻ:** ڪاوڙجي اُٿڻ.

**اَجرڪ ڪُلهي تي رکڻ:** سنيري اُٿي هلڻ.

**اَجرگجر:** ذ.گند ڪچرو.

**اُجرڻُ:** مر.ڪَٽ ۾ ميل ڪان صاف ٿيڻ.چمڪڻ.

**اُجرو:** ص.صاف.اُوجل.چمڪندڙ.روشن.

**اُجرو ٿيڻ:** پاڪ صاف ٿيڻ.چمڪڻ.(طنزيہ) منهن ڪارو ٿيڻ.

**اُجڙُ:** ص.برباد- ويران.سُڃو- غيرآباد.

**اُجڙڻُ:** مر.ويران ٿيڻ- برباد ٿيڻ- سُڃ ٿيڻ.

**اَجڙُ:** ذ.ٻڪرين يا رڍن جو ڌڻ يا ولر.ٻڪري يا رڍ.

**اَجڙدارُ:** ص.ٻڪريون ڏاريندڙ- ٻڪرار.

**اَجڙ وال:** ص ٻڪرار.مالوند.

**اَجَڪو:** ص.ويران- سُڃو (پنڌ.علائقو).اڻانگو- اوجهڙوارو.

**اَجگرُ:** ذ(سن) ٻَڪر ڳهي ويندڙ نانگ- ارڙ نانگ.(ص) تمام وڏو.

**اَجَلُ:** ذ(ع) مقرر ٿيل مُدو.ڪَتي- قضا- موت.

**اَجلان اڳي:** موت کان اڳ.

**اَجل رَسيدو:** ذ.موت جي چنبي ۾ آيل- مرڻينگ.

**اَجل کي سدّ ڪرڻ:** موت گهري وٺڻ. خطرناڪ ۽ موتمار ڪم ڪرڻ.

**اجلاس:** ذ(ع) ميٽينگ.جلسو.اجتماع جي نشست.

**اجلس:** ذ(ع) ويهڪ- بيٺڪ.

**اجماعُ:** ذ(ع) ماڻهن جو ميڙ- هجوم. اتفاق راءِ.ٻَڌي. ڪنهن شرعي مسئلي تي مجتهدن جو اتفاق.

**اجماعِ اُمت:** ذ. جملي مسلمانن جو اتفاق- هڪ ئي راءِ تي بيهڻ واري حالت.

**اجمالُ:** ذ(ع) مختصر بيان- اختصار.

**اجمالي:** ص.مبهم- گول مول- مختصر.

**اَجمَعين:** (ع) سڀيئي- جُملي- ڪُل.

**اَجمَلَ:** ص(ع) نهايت خوبصورت- حسين ۽ جميل.

**اَجمير:** اسم خاص.هندستان جو هڪ مشهور شهر.جتي خواجہ معين الدين چشتي جي درگاهہ آهي.

**اَجنَبي:** ص (ع) پرڏيهي- پرديسي. ڌاريو- اوپرو- اوڻو. نہ واقف.بيگانو.

**اجنَبيَت:** ث(ع) ڌاريائپ.بيگانائي.

**آجوانُ:** ٿ(ه) دوا طور ڪم ايندڙهڪ قسم جو ٻج- جانُ- ولجانُ.
**اُجُورو:** ذ(ع: اُجوره) عيوضو- بدلو. اُجرت- محنتانو. قلُ- اَجَرُ. ثواب.
**آجوري:** ٿ. هيٺي- ڪمزو- نبل- آزوري.
**آجوڙو:** ذ. بنا ڪنهن رٿ جي- بي رٿائتو.
**آجوڪو:** ص. بي جوڪو. محفوظ- سوگهو. (ٿ. آجوڪي).
**آجوڳ، آجوڳو:** ص. اڻ سهائيندڙ- نامناسب- غيرواجبي.
**آجوڳائي:** ٿ. اڻ سهائيندڙ حالت. نالائقي.
**آجَهل:** ص. سيڪاڻ وڌيڪ جاهل.
**آجيتُ:** ص. جيڪو ڪٿي نه سگهجي. غير مغلوب. هميشه غالب- فاتح- مضبوط.
**آجيتڙو:** ص. ننڍڙو (ٻار). ضعيف- هيڻو.
**آجير:** ذ(ع) اُجرت وارو مزدوريا نوڪر.
**آجيري:** ٿ. اکين جي بيماريءَ جو هڪ قسم- شبڪوري.
**آجيڪار:** ذ. وڏو سمنڊ. اوڙاه- ڪُن.
**اَڄُ:** ظ(س: اَديہ) اڄوڪو ڏينهن- اِمروز.
**اَڄ پُڻ:** هن وقت به- هينئر به.
**اَڄُ سُبان، اَڄ سُباڻي:** ظ. اڄوڪيءَ سڀاڻي واري ڏينهن. ڏينهن ٻن ۾. جلدئي- سگهوئي.
**اَڄُ سُباڻي ڪرڻ:** ڪوڙا دلاسا ڏيڻ. بهانا ڪرڻ. ٽارڻ.
**اَڄ ڪله:** ظ. هلندڙ وقت ۾- موجوده دور ۾.
**اَڄوڪو:** ظ. اَڄ جو- اَڄ وارو. هاڻوڪو.
**اَجاڻ:** ص. اڻ ڄاڻ- بيخبر. ابوجه. بيوقوف.
**اَجاڻندي:** ذ. اڻ ڄاڻائيءَ واري حالت ۾.
**اُجَت:** ٿ. اُٿاوت- اُٿت.
**اُجَڻُ:** اٿجڻ (ڪپڙو).
**اُجَڻ:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.
**اُجو:** ذ. اُٿائو.
**اُجَهَڻُ:** م. ٻجڻ (ڪم)- اُڪلڻ. نبيرڻ (ڪم).
**اَجها:** ٿ. اَجهو- پناه. ڪڪائين پنگي.
**اَجهاپَ:** ٿ. ٺوري نند- جهوٽو. آرام.
**اَجهارَ:** ٿ. درياءَ جو ڪرندڙ ڪَپَرُ. درياءَ جو وَرُ. گهٽوياٽي. ٻڪرين جي واڙ.
**اَجهار ۾ پوڻ:** تڪليف يا آزار ۾ پوڻ.

**اَجهاڳُ:** ص. نه جهاڳڻ جهڙو (پاڻي، سمنڊ). اُٿاه- بي ڪنار (پاڻي).
**اُجهاڳَ:** ذ. سفر- مسافري- منزل
**اُجهامَ:** ٿ. ساهجي وسامَ- بوڏڙو. نستائي. ماندڪائي.
**اُجهامَڻُ:** م. وِسامڻ- گل ٿيڻ (بتي، ڏيو، باه). ساتوٿيڻ (جسم). ويران ٿيڻ (محفل، وستي، رونق)
**اُجهامئو ٻرڻ:** اُجهامي وڃڻ ۽ وري ٻرڻ. وڏو ڏک ۽ آزار سهڻ.
**اَجهائو اوڙاهُ:** ذ. مانئو سمنڊ.
**اُجهائڻُ:** م. وِسائڻ (باه). گل ڪرڻ (ڏيو، بتي). سائو ڪرڻ- ماندو ڪرڻ. بيهوش ڪرڻ (مارسان). نارڻ- لاهڻ (اُڄ).
**اُجهَرڻ:** م. اُوجهراٽيون ڪائڻ- پنڪيون ڪائڻ.
**اُجهڙڪڻُ:** م. اَڏيڙاڪائڻ- ٺاپاڪائڻ- ڏڪاڪائڻ- رلڻ.
**اُجهڪُ:** ص. زاهد- عابد. ڪڪر.
**اُجهڪو:** ص. تڪڙو- جلدباز. (ذ) جذبو- جوش. ڳڻتي- فڪر. فراق جو غم.
**اَجهلُ:** ص. نه جهلڻ يا نه روڪڻ جهڙو- اڻ جهل. اَٽل.
**اُجهلائي:** ٿ. ظلم- انڌير- بي انصافي. گهٽائي- ڪثرت.
**اُجهندو:** ذ. سچ لٿي جي مهل. مُنهن اونداهي. (ضد. سُجهندو).
**اُجهَڻُ:** م. وِسامڻ. جهڪو ٿيڻ. هيٺو ٿيڻ.
**اُجهڻُ:** م. رُلڻ- ڀٽڪڻ. ڳولڻ- ووڙڻ.
**اُجهڻ ٻُجهڻ:** رلڻ ڀٽڪڻ. ڳولڻ ڦولڻ.
**اُجهو:** ذ. مٿي لڪائڻ لاءِ ٻيرو سيرو گهر. پناهگاه. ڇپر.
**اجهو آڌر:** آسرو- ڀروسو. پناه- اوٽ.
**اجهو آسرو:** ڀروسو- سهارو. پردو.
**اجهو اوٽ:** لڪڻ جي جاءِ- پناهگاه. گهر.
**اجهو اولو:** پردو- پناه- ڍڪ. مٿي لڪائڻ جي جاءِ.
**اجهو:** ظ. هن هنڌ- هتي. ڄاڻ ته. (ض) هيءُ.
**اَجهور:** ذ. اوڙاه. ڪُن. مال جي ويهڪ جي جاءِ (وٿاڻ وغيره).
**اَجهوڪا:** جن کي رهڻ لاءِ جاءِ نه هجي- خانه بدوش. بي ديا- بي جوڪا.
**اُجهي ٻُجهي:** سمجهي ٻُجهي- ڏوري ۽ سمجهي- ڳولي ڦولي. ٽڪي ٽٽي- رلي پني.
**اُڃَ:** ٿ. پياس- تشنگي. اُڪير- اُڪنڊ.
**اُڃ ٻُڪ:** کاڌي پيتي جي ضرورت.
**اُڃارو:** ص. اڃايل. (ٿ. اُڃاري).
**اَڃا:** ظ. هن وقت تائين.

**اَڃا تائين، اَڃا سوڌو:** ظ.اڃا .اڄ تائين.لاڳيتو.

**اُڃائجڻُ:** م.اُڃ لڳڻ-اُڃايل ٿيڻ.

**اُڃائڻُ:** پياسو ڪرڻ-اُڃ ۾ مارڻ.

**اُڃو:** ص.اُڃايل-پياسو.تاسارو.(ث.اُڃي).

**اُڇ:** اسم خاص.پنجاب جو هڪ مشهور شهر.جتي سيد جلال الدين سرخ بخاري رحه جي درگاه آهي.

**اُڇاٽَ:** ث.غرور-تڪبر-وڏائي.

**اُڇاٽُ:** ص.بيزار.اُداس.بيقرار.تڙيل.

**اُچارُ:** ذ(سن:اُچارَ) ڪنهن اکر يا لفظ جو زبان سان ڪيل آواز-تلفظ.

**اُچارڻُ، اُچارڻُ:** م(سن:اُچارَڻ) آواز ڪرڻ(لفظ يا اکر جي صحيح صورت جو).هجي ڪرڻ.چوڻ-ٻولڻ.

**اَچانڪَ:** ظ.بي خياليءَ ۾.اوچتو-اَمالڪ-هڪدم.

**اُچانگڻُ:** م.ڪَنجڻ.لڙڪيل شيءِ کي ڇڪي مٿي ڪرڻ.

**اُچاڻ:** ث.اوچائي-بلندي-مٿاهين.عمدگي.برتري.

**اُچائڻُ:** م.ڪِتڻ-مٿي ڪتڻ.تنگ ڪرڻ-ستائڻ.

**اَچت:** ص.بي خيالو-بيپرواه.غير منتظر.

**اُچتُ:** ص.مزيدار-وتندڙ.موافق-جوڳو.دستور موجب.لائق.سولو.

**اَچرَجُ:** ذ.عجب-حيرت-تپرس.

**اَچرج جهڙو:** ص.عجيب-حيرت جهڙو.

**اُچڪو:** ص.ڳنڍيچوڙ-لليجو.

**اَچنتُ:** ص.ڳڻتي يا چنتا کان آجو-بي فڪر.

**اَچنگ:** اوچتو-اَچانڪ.

**اَچڻُ:** م.پهچڻ-وارد ٿيڻ-سَهڙڻ-رسڻ.حاضر ٿيڻ-موجود ٿيڻ. حاصل ٿيڻ-ملڻ(رقم).

**اَچڻ وڃڻ:** ذ. اچ وڃ جو رستو (رسم موجب)- لڳ لاڳاپو. ملاقات-گڏ جاتي.مرتي پرتي(برادري يا عزازت ۾) شريڪ ٿيڻ.

**اَچنو:** ص.اچڻ وارو-ايندڙ.

**اَچنو نه وڃنو:** ڪڏهن به نه ايندڙ.اڻ واقف.ڌاريو.

**اَچ وڃ:** ث:آمدرفت.مرتي پرتي شريڪ ٿيڻ جي رسم.گهرو رستو-بيرپند.گهٽي هلڻ جي لَتڙ.

**اَچهون:** فعل.اسان وٽ اچي.

**اَچيتُ:** ص.بي سمجه.غافل.بي سُرت.بي تدبير."سُچيت" جو ضد.

**اَچيتائي:** ث.بي خيالي-بي سمجهي.غفلت.بيخبري.بي تدبيري.

**اِچي پچي:** ث.ذري پرزي.

**اِچي پچي ڪڍڻ:** سڀ عيب ظاهر ڪرڻ.

**اِچي مچي:** ذ.هٿ همراهي.مدد.تعاون.

**اَڇَ:** ث(سن:اَڇچ) اَڇاڻ-سفيدي.پاڻي.ڪڪرن وغيره جي اَڇاڻ.ڇانورن جي پيچي.ڇدي لسي.پسيل سُٽيءَ جو آنرِيل پاڻي.سُڄ-پينگ.

**اَڇ اُٿڻ:** پاڻيءَ جو چاڙهه ٿيڻ.

**اَڇ نڪري پوڻ:** تمام سٺو نتيجو نڪرڻ.

**اَڇ لڳڻ:** برسات سبب جهر جهنگ پاڻي ئي وڃڻ.

**اَڇا:** ص.(سن:اَڇچ) سفيد(وار)-پَريا.خشڪا(ڇانور).

**اَڇا ڏوئڻُ:** پيريءَ ۾ اڻ سهائيندو ڪم ڪرڻ.

**اڇا ڪارا پڌرا ٿيڻ:** سچ ڪوڙ ظاهر ٿيڻ.ڏوهه ثواب کُلڻ.راز کُلڻ-پڌرو ٿيڻ.

**اَڇن ڏندن جي پريت هئڻ:** بنالالچ جي قرب هئڻ.

**اَڇن ڏي ڏسڻ:** ڏاڙهيءَ مٿي جي اڇن وارن جو لحاظ ڪرڻ.وڏيءَ عمرواري جي عزت ڪرڻ.

**اِڇا:** ث.(س:اِڇچا) مرضي-خواهش-سَڌ.

**اِڇا ٻاجهه**.ث.ٿورو-نوازش-مهرباني.احسان.

**اُڇاترو:** ظ.مٿيرو.مٿاڇرو-سطحي.اُڀرو-جلدباز.

**اُڇاٽَ:** ث.ڏک-افسوس.ڳڻتي-خنو.فراق-وڇوڙو.بيزاري.پريشاني.

**اَڇاري:** نشانن وارا-پارن وارا.ڪمن وارا.

**اُڇاڙو:** ذ.ڪاٺيءَ جو ڪرٽ سان چيريل پاسو-چاڙهو.لَهر.راڳُ.

**اُڇانگَ:** ث.ٽپ-ٻِڏ-ڇال.

**اُڇاهرو:** ص.اُڇاترو.اُڀرو.

**اَڇاڻ:** ث(سن:اڇچ) اَڇو هجڻ-سفيد ڏيکائي ڏيڻ.اَڇاڻ مائل هجڻ.

**اَڇائڻ:** م.اڇو ڏسڻ ۾ اچڻ.اڇي رنگ تي مائل هجڻ.

**اَڇائي:** ث.اَڇاڻ-سفيدي.سو جهرو.پاڪائي.صفائي(وهنوار ۾).

**اَڇتُ:** ص.اڻ ڇهيل.پاڪ.

**اُڇَت:** ظ.يڪدم-ترت-اَمالڪ.مٿان مٿان.استعمال ۾ نه آندل (پاڻي.ڪاڏو).بلڪل نئون(ڪپڙو.ٿانءَ).

**اُڇرڻ:** م.اُڇلجڻ.ٽپو ڏيڻ-ڏو ڪڻ.

**اَڇري:** ث.ڏاڳن ويڙهڻ جو هڪ نمونو(ڇوڪري وانگر ڏاڳو ويڙهڻ)

**اُڇري:** ث.اُٿي-ڇهنب-نوڪ.

**اَڇڙُ:** ص.ڇڙي نه سگهندڙ-ڇڪي ٻڌل.اَڻ ڇڙندڙ.

**اَڇڙو:** ص.ٿورواڇو.(ث.اَڇڙي).(ذ) نوشادر.

**اُڇلَ:** ث. زور سان پري يا مٿي اُڇلائڻ جو عمل. ڦيءِ- اُلٽي. اُڌمو- جذبو.

**اُڇلَ ڏيڻ:** ڇڙب ڏيڻي ڳالهائڻ. نامناسب ورندي ڏيڻ. ڳالهين ۾ مُبهم اشارو ڏيڻ. اُن سڌي ڳالهه ڪرڻ.

**اُڇلائڻ:** م. زور سان پري ڦٽو ڪرڻ.

**اُڇلجَڻ:** م. اُڇل ڪائڻ. تيز ڪائڻ- ٽپ ڪائڻ. اچلجي پري پوڻ. ڏڪ ڪائڻ.

**اُڇلَ ڇلو:** ذ. اسپرنگ (Spring).

**اُڇلڻُ، اُڇلِڻُ:** م. ڦٽو ڪرڻ. زور سان اُڇلائڻ. مٿان ڪري ڇڏڻ.

**اُڇلو:** ذ. ڏڪڻي- رڦڻي. ڏڪڻيءَ جو مرض. اُن جي هڪ بيماري. ڳيڙيءَ جو مرض.

**اُڇنگارَ:** ث. زور سان روح (جنهن ۾ شامل دانهن شامل هجي).

**اَڇو:** ص (سن: اَڇڇ) سفيد. چٽو. صاف. پڪ. اُجرو. بي عيب. (ث. اَڇي).

**اَڇن ڏاڙهن ڏسڻ:** وڏي عمر واريءَ کي عزت ڏيڻ.

**اَڇو اُجرو:** صاف سُٿرو- اڇو ءِ صاف.

**اَڇو جيرو:** ذ. پسار کي وکر جو هڪ قسم.

**اَڇو ڪرڻ:** اُن واٽري صاف ڪرڻ (ڳاهه بعد). بي ڏوهي ثابت ڪرڻ. چٽو ڪرڻ.

**اَڇو مٽو ڪرڻ:** پوڙهو ٿيڻ- پيريءَ اچڻ.

**اَڇو مُنهن ٿيڻ:** (طنزيہ) ڪاميابي بدران ناڪامي ٿيڻ.

**اَڇي تي ڪارو:** ذ. لکت- تحرير.

**اَڇوت:** ص. حرام ڪم ڪندڙ (جنهن کي هٿ لائڻ سان پليت ٿي پئجي). گهٽ ذات (پنگي وغيره).

**اُڇهَري:** ص. ڇڙواڳ عورت- ويڇهڙ.

**اَڇيرڙو:** ص. ٿورو اڇو.

**اَڇين ڪڇين:** ظ. ظاهر ظهور- کليو کلايو- پڌري پٽ. سا هيڪ جي.

**اَحاديث:** ث (ع. حديث جو جمع) حديثون.

**احاطو:** ذ (ع) ٻاهرين ديوار- حدطو. گهيرو- دائرو.

**احاطو ڪرڻ:** گهيرڻ. حد ٻڌڻ.

**اَحبابُ:** ذ. (ع: حبيب جو جمع) پيار دوست. يار- دوست. ساٿي.

**احتجاجُ:** ذ (ع) سخت اعتراض. ناراضگيءَ جو مظاهرو.

**احترازُ:** ذ (ع) بچاءُ. پاسو- پرهيز.

**احترامُ:** ذ (ع) تعظيم- ادب. عزت- مان.

**احتسابُ:** ذ (ع) حساب ڪتاب جي چڪاس. حساب ڪتاب- ليکو چوکو. چڪاس.

**احتشامُ:** ذ (ع) حشمت- دٻدٻو- رعب تاب.

**احتلامُ:** ذ (ع) ننڊ ۾ تڙپوڻ.

**احتمالُ:** ذ (ع) ٿي پوڻ جو امڪان- انديشو.

**احتمالي اُصُول:** ذ. فرضي يا شُدني اصول.

**احتياجُ:** ذ (ع) کپ- گهرج- ضرورت.

**احتياجمَند:** ص. محتاج- گهرجائو- ضرورتمند.

**احتياطُ:** ذ (ع) سنڀال. بچاءُ. هوشياري- خبرداري.

**احتياطاً:** ظ. دوراندیشيءَ طور- احتياط خاطر.

**اَحَدُ:** ص (ع) هڪ. اڪيلو. (ذ) خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**احداثُ:** ذ (ع) ڪنهن شيءِ جي نئين سر پيدا ڪرڻ يا رواج ۾ آڻڻ جي حالت.

**اَحدي:** ص (ع) هٿيارن پنوهارن سان نوڪر. سپاهي- جنگجو.

**اَحَدِيَتُ:** ث (ع) هيڪڙائي- وحدانيت.

**اَحرارَ:** ذ (ع) "حُر" جو جمع. شريف آزاد خيال ماڻهو. دنياوي بندش کان آجا ماڻهو.

**احرامُ:** ذ (ع) اڻ سبيل چادر (جنهن سان حج جي موقعي تي گوڏ ٻڌ جي ءِ ٻئي کي ڍڪجي).

**اَحزابُ:** ذ (ع) ٽولا (خصوصاً مڪي جي ڪافرن جا). قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

**احساسُ:** ذ (ع) ڪنهن حواس وسيلي ڇُهڻ جو عمل. شعوري ڪيفيت.

**احساسُ ٿيڻ:** معلوم ٿيڻ (حواس ذريعي)- محسوس ٿيڻ. خبر پوڻ. قياس ٿيڻ.

**احسانُ:** ذ (ع) ٿورو- ڀلائي- ڪرم- ٻاجهه.

**احسان جَتائڻ:** پنهنجو ڪيل ٿورو ذري ذري ياد ڏيارڻ.

**احسان فَراموش:** ص. احسان وساريندڙ- ڪُن چور.

**احسان گُذار:** ص. ٿورو لاهيندڙ.

**اَحسانمَندُ:** ص. احسان مڃيندڙ- ٿورائتو- شڪرگذار.

**اَحسانات:** ذ (ع: احسان جو جمع) ٿور- ڀلايون- مهربانيون.

**اَحسَنُ:** ص (ع) وڌيڪ چڱو- تمام چڱو. وڌيڪ سهڻو ءِ نيڪ. نهايت وڻندڙ.

**اَحسَنُ الخالقين:** ص. سڀ کان سهڻو خلقيندڙ (خدا).

**اَحسَن تَقويم:** ص. تمام سهڻي نموني ٺهيل. (مُراد) انسان.

**اَحقافَ:** ذ(ع) ڊگهن ورن وَڪرّن وارا پند- ڀيچرا. قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

**اَحقَرُ:** ص(ع) وڏيڪ حقير- ڪمترين. سڀنيءَ کان گهٽ.

**اَحڪامُ، اَحڪامات:** ذ(ع: حُڪم جو جمع) حُڪمَ- اَمَرَ.

**احڪامِ شَرعِي:** ذ. شريعت جا حُڪم.

**اَحڪَمُ:** ص(ع) وڏيڪ پختو- محڪم.

**اَحڪَمُ الحاڪِمين:** ذ(ع) سڀني حاڪمن کان وڏيڪ حاڪم (خدا تعاليٰ).

**اَحمالَ:** ذ(ع) بارَ- وَزنَ.

**اَحمَدُ:** ص (ع) گهڻو ساراهيل- سڀ کان وڏيڪ واکاڻيل. (ذ) حضرت محمد ﷺ جن جو ازلي نالو.

**اَحمَدِي:** ص. رسول پاڪ جن ڏانهن منسوب. (ذ) نبي سڏائيندڙ مرزا غلام احمد جا پوئلڳ- قادياني.

**اَحمرُ:** ص(ع) ڳاڙهو- سرخ.

**اَحمَقُ:** ص(ع) بي عقل- مورک- ڀوڪ.

**اَحمقاڻو:** ص. بيوقوفيءَ وارو- نادانن جهڙو- مورکاڻو (ڪم).

**اَحمق پائي:** ث. بيوقوفي- مورکائي- ڀوڪپائي.

**اَحوالُ:** ذ(ع: حال جو جمع) بيانُ- خبر چار- ذڪر- معلومات.

**اَحوال پُرسِي:** ث. خبر چار وٺڻ- سُڌ سماءُ لهڻ. صحت بابت پڇا ڳاڇ ڪرڻ.

**اَحوال ڏيِڻ:** خبر چار ٻڌائڻ- ذڪر ڪرڻ. حال ٻڌائڻ- حال اورڻ.

**اَحوَلُ:** ص(ع) ٽيڏو- ڪج چشم. ٽڱ- لُچو.

**اِحياءُ:** ذ(ع) جيئري ڪرڻ جو عمل. روح پيدا ڪرڻ. زنده ڪرڻ. روح ڦوڪڻ.

**احياءُ العُلُوم:** سم خاص. امام غزاليءَ جي مشهور ڪتاب جو نالو.

**اَخ:** ذ. ڪنگهڻ يا کانگهاري ڪڍڻ جو آواز. حقارت جو آواز.

**اَخ ٿُو:** لعنت ملامت جو آواز- ٿُو.

**اَخبارَ:** ث(ع: خَبر جو جمع) خبرن وارو روزانو ڇپجندڙ پرچو- خبرنامو.

**اَخبار نويِسُ:** ص. ايڊيٽر- مدير.

**اخبار نويِسي:** ث. صحافت- جرنلزم.

**اختتام:** ذ(ع) انت- ڇيھ. آخر- انتها. تڪميل- پوراڻي.

**اَختَرُ:** ذ(ف) تارو- ستارو.

**اَختر سوخته:** ص. بدنصيب- نڀاڳو.

**اَختر شُماري:** ث. تاراڳڻ. تارا تڪڻ- انتظار ڪرڻ. جوتش- نجومت.

**اَختر شَناس:** ص. نجوي. جوتشي- ستارن جي علم جو ڄاڻو.

**اَختر ضَمير:** ص. ڏاهو- داناءُ- عاقل.

**اِختَراعُ:** ذ(ع) ڪنهن نئين شيءِ جي ايجاد.

**اِختصارُ:** ذ(ع) وڏي بيان کي ٿورن لفظن ۾ بيان ڪرڻ- تَتُ- خلاصو.

**اِختصار ڪرڻ:** تَت ڪڍڻ. وڏي بيان کي مختصر ڪرڻ.

**اِختصام:** ذ(ع) دشمني. خصومت.

**اِختلاجُ:** ذ(ع) ڌڙڪو (دل جو)- اضطراب.

**اِختلاج القلب:** ذ. دل جي ڌڙڪي جي بيماري.

**اِختلاطُ:** ذ(ع) ربط- ميل جول. دوستي- صحبت.

**اِختلاط العَقل:** ذ. عقل جي خرابي. ماليخوليا جي قسم جي هڪ بيماري.

**اختلافُ:** ذ (ع) مخالفت- ابتڙ راءِ- جدا رايو. ڦوٽ- اڻبڻت. فرق- ويڇو.

**اختلافات:** ذ(ع: اختلاف جو جمع) جدا جدا رايا.

**اختلاف راءِ:** ث. راين جو ٽڪر.

**اختناقُ الرَحم:** ذ. هڪ قسم جي زناني بيماري (جنهن ۾ مريض کي غشي يا مرگهيءَ واري حالت ٿئي)- باوگولو.

**اِختيارُ:** ذ(ع) زور- وس. مرضي. حڪم. حق.

**اِختيار ڄمائڻ:** رعب ويهارڻ. حڪم هلائڻ. قبضو ڪرڻ.

**اِختيار ڪرڻ:** پسند يا قبول ڪرڻ (ريت، رسم، عادت وغيره). پاڻ تي هموار ڪرڻ (ڪو ڪم يا ڪا ڳالھ).

**اختيار ۾ هئڻ:** وَس ۾ هئڻ- قبضي ۾ هئڻ. حُڪم ۾ هئڻ.

**اِختيارنامو:** ذ. اختياري ملڻ جو پروانو. حڪم هلائڻ جي اجازت

**اِختيارَڻ:** م. اختيار ڪرڻ.

**اِختيارِي:** ث. پنهنجي مرضي. وس. حڪم. اٿارٽي.

**اِختياريءَ وارو:** ذ. وَس وارو- بااختيار. اعليٰ عملدار.

**اُختي گهوڙِي:** ث. اها عورت جنهن جو اُرھ اڀريل نه هجي.

**اَخذُ:** ذ(ع) اقتباسُ. چونڊ (ڪلام جي).

**اَخذُ ڪرڻ:** اقتباس ڪرڻ. ٻئي جي ڪلام مان ٽڪرا وٺڻ.

**اُخريٰ:** ذ. آخرت.

**اِخراجُ:** ذ(ع) ٻاهر نڪرڻ جو عمل. نيڪالي.

**اِخراجات:** ذ(ع) خَرچَ- خرچ پکا.

**اَخرَب:** ص. وڏيڪ خراب. علم عروض ۾ هڪ علت جو نالو.

**آخروٽ:** ذ. اکروٽ- اکروٽ (ميوو).

**اَخفيٰ:** ص(ع) سڀ کان وڌيڪ مخفي. تصوف ۾ دل جي ستن لطيفن مان پوييون لطيفو.

**اخلاص:** ذ(ع) خلوص- سچائي. نيڪي. سچي دوستي.

**اخلاص مَند:** ص. خلوص وارو- مخلص- گهڻگهرو.

**اَخلاط:** ذ (ع) "خِلط" جو جمع- چار مزاج (خون، بلغم، صفراء، سوداءُ).

**اخلاقُ:** ذ(ع: خلق جو جمع) چڱائيون- سٺيون عادتون. ماڻهپو. شرافت.

**اخلاق حَسنَه:** ذ. سُٺا لڇڻ.

**اخلاق حَميدَه:** ذ. واکاڻ جوڳا اخلاق.

**اِخوانُ:** ذ(ع: اَخ جو جمع) ڀائرَ.

**اِخوانُ الصَفاء:** ذ. سچا ڀائر. قرون وسطيٰ ۾ مسلمان فيلسوفن جي هڪ جماعت.

**اُخُوَت:** ث(ع) برادري- ڀائپي.

**اَخيار:** ذ(ع) چڱا ماڻهو- نيڪ ماڻهو.

**اَخيرُ:** ظ(ع) پوييون- پڇاڙيءَ وارو. (ذ) پڇاڙي.

**اَدا:** ث(ع: اَداء) اَدائي- بجاآوري- پورائي. (ص) پورو سرانجام.

**اَدابَندي:** ث. ڪنهن بـ ذمي يا فرض جي بجاآوريءَ لاءِ مقرر مُدو.

**اَدا ڪرڻ:** پورو ڪرڻ (حق). واپس ڪرڻ (قرض).

**اَدائگي:** ث. بجاآوري- سرانجامي- پورائي.

**اَدا:** ث(ف) انگل- نخرو- ماتو. ڍنگ- طريقو. نزاڪت.

**اَدافَهم:** ص. اشارن مان ڳالهه پروڙيندڙ. ناز نخري جي نمونن جو ماهر.

**اَدا:** ندا. ڀاءُ- اوڀاءُ.

**ادارَت:** ث. ايڊيٽري- ايڊيٽر جو ڪم.

**اِدارو:** ذ (ع: اِداراه) ڪاتو- محڪمو. انتظامي عملو. خاص ڪم ڪندڙن جي جماعت.

**اداريو:** ذ. اخبار جو ايڊيٽوريل.

**اُداسائي:** ث(سن) مايوسي- نااميدي. سِڪَ.

**اُداسُ** ص(سن) ڏکارو- مايوس- ملول. سڪايل.

**اُداس ٿيڻ:** غمگين ٿيڻ. مايوس ٿي. ملول ٿيڻ.

**اُداسِي:** ث(سن) اُداسَ. (ص) مايوس- ملول. ڏکارو. سڪايل. ويڳاڻو.

**اَداڪارُ:** ص(ف) ناٽڪ ۾ حصو وٺندڙ- ويس ڌاري- ائڪٽر.

**ادامَتَ:** ث(ع) دوام- هميشگي.

**اَدَبُ:** ذ (ع) خُلق- سلڇڻائي. تهذيب. عزت- مانُ. وڏن جو لحاظ- مروت. سانگو- لحاظ. نثر ۽ نظم جي جملي اصولن جو علم (علم ادب).

**ادب آموز:** ادب سيکاريندڙ. استاد. شاگرد.

**ادب پَرور:** ص. ادبي ذوق وارو.

**ادب خانو:** ذ. مڪتب. سزا يا سيکت جي جاءِ.

**اَدب ڏيڻ:** عزت ڪرڻ. سيکت ڏيڻ.

**ادب ذوق:** ص. ادب سان شاهر ڪندڙ.

**اَدب ۾ رکڻ:** ضابطي ۾ رکڻ. ادب وارو بنائڻ.

**ادبارُ:** ذ(ع) بدبختي. نحوست. مفلسي. تنزل.

**اُدَباء:** ذ(ع: اَديب جو جمع) علم ادب جا ڄاڻو يا ماهر- اَديبَ.

**اَدَبي:** ادب وارو. ويڙهيل- عالم. مهذب. علم ادب سان تعلق رکندڙ (ڳالهيون، شيون وغيره).

**اَدَبيات:** ث. علم ادب يا ساهت سان لاڳاپيل ڳالهيون- علم ادب.

**ادراڪُ:** ذ (ع) حواسن سان پروڙ. پروڙڻ جي قوت. نتيجي تائين پهچڻ جي خيالي قوت. عقل- فهم.

**اَدرَڪُ:** ذ/ث. تازيءَ آلي سُنڊ.

**ادڙ گدڙ:** ظ. واءِ وڪر- چڙو چڙ. اَڏگيڏو (ڪم).

**ادغامُ:** ذ (ع) لفظ ۾ ٻن ساڳين لاڳيتن حرفن کي "شد" سان گڏي هڪ ڪري اُچارڻ.

**ادغامين اعرابَ:** "اعراب" جي "ادغام" واري صورت.

**اَدَلُ:** ذ. اَدو- ڀاءُ.

**اَدلائي:** ث. خوشي- موج.

**اَدل بَدل:** ث. ڦيرگهير- مَٽ سَٽَ- اُٿل پُٿل.

**اَدلو بَدلو:** ذ. مٽا سٽا. عيوض. اَدل بدل.

**اَدلو گدلو:** ص. ميرو سيرو- گرو گندو- ڪنو ڪوجهو. (ث. اَدلي گدلي).

**اَدلين دَدلين:** ظ. بي انداز- ريل چيل.

**اُدَمُ:** ذ (سن: اُديَم) سعيو- ڪوشش. سرجوشي- اَورچائي.

**اُدمي:** ص. سرگرم- ڪوشش ڪندڙ- محنتي- همت وارو.

**ادماج:** ذ (ع) بيت ۾ هڪ خيال اندر ٻيو خيال داخل ڪرڻ (علم بديع جو اصطلاح).

**اُدُمبَر:** ذ (سن) هڪ قسم جو انجير جو وڻ. برهمڻ جو هڪ فرقو. ڪوڙهه جو هڪ قسم.

**اَدنيٰ:** ص(ع) گهٽ- ڪريل- حقير. خسيس- نيچ. ذليل- ڪميڻو.

**اَدنيٰ و اعليٰ:** ذ. نيچ ءَ اوچ درجي جا ماڻهو.

**اَدو:** ذ. ڀاءُ. (ث. اَدي).

**اَدوارَ:** ذ (ع:دَور جو جمع) چَڪرَ- ڦيرا. زمانا. وقت جا دَور.

**اَدوت:** ص. اونداهو. بي نور.

**اَدوائي:** ث. ٻيا ڳ جي ڏانهن. ڏانهن ڪُوڪ.

**اَدورو:** ص. ٻياڳو- بدنصيب.

**اَدُوها، اَدُونها:** ذ. اندر جا ارمان- غم- ڏک.

**اَدوِيہ:** ث (ع:دوا جو جمع) دوائون.

**اَدَهُ:** ذ (ع:اَداءِ) ادائگي. پورائو. نبيرو.

**اَدہ ڪرڻ:** ڪنهن معاملي کي نبيري پورو ڪرڻ. فيصلي سان ختم ڪرڻ.

**اَدهَم:** اسم خاص. هڪ وڏي صوفي حضرت ابراهيم بن ادهم جي پيءُ جو نالو. جيڪو حضرت ابراهيم عليہ السلام سان گڏ 'ابراهيم ادهم' طور مشهور آهي.

**اَدي:** ث. ڀيڻ. سرتي- ساهيڙي.

**اُدي:** ث. شڪار ڪرڻ لاءِ لڪي ويهڻ جي جاءِ- ڪُڏتو.

**اَديانَ:** ذ (ع:دِينُ جو جمع) مذاهب.

**اَديبُ:** ص (ع) علم ادب ۾ ماهر ۽ اُستاد. سمجهو- ڏاهو. بااخلاق.

**اَديم:** ذ (ع) هڪ قسم جو هشراڏو خوشبودار چمڙو.

**اُديوگي:** ص. جفا ڪش- محنتي- اورچ.

**اَڌ:** ذ (سن: اَرڌ) ڪنهن بہ شيءِ جي ٻن پورن حصن مان هڪ حصو- نصف.

**اَڌ اکري:** ث. "لا ڪنائن" يا "ماترائن" کان سواءِ تحرير- ٻٽي تحرير. اڻپوري ٻولي. خفيہ تحرير.

**اَڌ ڀائيوارُ:** ص. ڪم ڪار ۽ ڪاروبار يا ڪمائي ۾ اڌ حصي جو مالڪ- اڌ شريڪ.

**اَڌ ٽيڻُ:** بہ ٽڪر ٽيڻ. ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ. بي انتها محبت ۾ بيحال ٿي لڇڻ.

**اَڌ پاءُ:** ذ. تور جو هڪ وَٽ- سير جو اٺون حصو.

**اَڌ ڀتيارُ:** ص. اَڌ ڀائيوار.

**اَڌ ڇني:** ث. گهر اڱيان نهيل مَنهيا ڇاپرو.

**اَڌ دَمُ:** ذ. لکڻ ۾ بيهڪ جي هڪ نشاني (،)- ڪاما.

**اَڌ رات:** ث. آڌي رات- نيم شب.

**اَڌ رَڌو، اڌ ڪچو:** ص. اڌوگابرو رڌل- اڌپڪو.

**اَڌ سير:** ذ. هڪ سير جو اڌ- ٻہ پاءَ.

**اَڌ گيدو:** ص. اڌورو- اڌوگابرو- اڻپورو.

**اَڌ لڳيون:** ث. اڌ ٻوريل (اکيون)- نيم خوابي- نيم وا.

**اَڌ مُورِڙي:** ث. اڌ قيمت- اڌ مُلھ. بلڪل گهٽ قيمت.

**اَڌ مَڻُ:** ذ. مَڻ جو اڌ- ويهہ سير.

**اَڌ مُئو:** ص. نهايت ٿڪل- ماندو- ساٿو- هلاڪ. مرڻينگ.

**اَڌو اَڌ:** ص. بہ ٽُڪر- پوراٻہ اَڌ.

**اَڌو ترو:** ذ. اڌ سيڪڙو (وياج).

**اَڌوِپتي:** ص. اڌ ڀائيوار.

**اَڌوراتو:** ص. اڌ پراڻو. ڇنل- ڪٽل (ڪپڙو وغيره).

**اَڌُورو:** ص. اڌ جيترو- اڌوگابرو. اڌ ۾ رهيل. اڻپورو. (ث. اَڌوري).

**اَڌو ڪارو:** ص. اَڌُورو.

**اَڌو گابرو:** ص. اڌ جيترو- اڌورو. اڻپورو.

**اَڌا ٽُورو:** ص. بدعادتيو- ڪُڌاتورو- ڪلڇتو.

**اُڌارُ:** ث. اوڌر تي ڪنيل بنا وياج قرض. ڪَٽ (دڪان مان سؤدي جي).

**اُڌارو:** ص. اوڌر تي ڪنيل- قرض تي ورتل. (ث. اُڌاري).

**اُڌاري بهاني:** ظ. ٿوري وقت لاءِ قرض طور.

**اُڌار جي ماءُ مرڻ:** اوڌر تي نہ ملڻ. اوڌر بند ٿيڻ. ڪاريٽ وڃڻ.

**اُڌارڻُ:** م. اوڌر ڪڻڻ- قرض ڪڻڻ.

**اَڌاري:** ص. اَڻ وَهُو وهٽ- ڄڙو.

**اُڌامُ:** ذ. اُڌمو- پُور- ريڇڪ. جوش (اندر جو)- باھ.

**اُڌانَ:** ث. اوپڙ (ٻوٽن جو). دَز- رَئي- غبار.

**اُڌائو:** اُپريو- اُڌيو- جاڳيو. مٿي چڙهي ويو.

**اُڌائي:** ث. غبار لهي وڃڻ وقت آسمان جي صفائي.

**اَڌائون:** ذ. ربيع ۽ خريف جي فصلن جي وچ واري پوک.

**اَڌر نڌر:** ص. بيوس- لاچار. بي واھ. ڪِين جهڙي.

**اَڌرَنگُ:** ذ (سن: ارڌانگ) هڪ بيماري (جنهن ۾ جسم جو اڌ حصو سُڪي وڃي)- فالج.

**اُڌرَڻ:** م. چوٽڪارو ڏيارڻ- ڇُٽائڻ. ٻاڙيڻ. اُلٽي ڪرڻ.

**اُڌري:** ص. چڙواڳ- رولُ (عورت). بي شرم- بي لڄي.

**اُڌري وڃڻ:** چڙواڳ ٿيڻ. اُٿي وڃڻ- لڏي وڃڻ.

**اَڌَڙُ:** ذ. اَڌ حصو. سُڪل ڪارڪ جو اَڌ. سوپاري ۽ جو اَڌ.

**اُڌَڙ ڌُمي:** ث. گوڙ گهمسان. زورزبردستي. هُل فساد.

**اُڌَڙَڻُ:** م. اُڌڙڻ. اُکلڻ (سيبو)- ٽا ڪاٽڻ.

**اَڌڙوٽُ:** ص. اڌ وهي ۾ آيل- جواني ۽ کان موٽيل- ڪَرڙوڍ.

**اَڌَڙِي:** ث. اڌ ڳون يا اڌ دبو.

**اُڌڙِيل:** ث. ڀڃائي آندل زال.

**اَڏَڪُ:** ذ (سن: اَڏَڪ) سنبت سال ۾ هر ٽئين سال وڌايل تيرهون مهينو (جيڪو آکاڙ ۽ ساوڻ جي وچ ۾ گڏين).

**اَڏَڪُ:** ذ. اَڏيڪو- اڏڪن- اٽڪل اڌ جيترو.

**اُڏَڪَڻ:** م. اُپساهي ۾ ونجڻ. تپجڻ- ٻرجڻ.

**اُڏَڪي:** ث. بُخارسان گڏ پاسي جي سور جي بيماري- نمونيا.

**اُڏَڪيون جاڳڻ:** سُور جو سُوتون اُپرڻ. اُڏما اُٿڻ.

**اَڏَمُ:** ص (سن) خسيس- ڪميتو. نيچ- گهٽ.

**اُڏَمُ:** ذ. هُل- گوڙ- غوغاءَ.

**اُڏَمَڻُ:** م. اُپامڻ. اُپرڻ- اُسرڻ. ٻڙڪو کائي ٻاهر نڪرڻ (پاڻي وغيره).

**اُڏمو:** ذ. ٻور. جذبو. اُمنگ. ٻڙڪو- اُڇل.

**اُڏما ڏيڻ:** اُمنگ اُٿڻ- جذب جاڳڻ- ٻور ٻوڻ. اُڇلون ڪڍڻ- ٻڙڪا کائڻ.

**اَڏو:** ذ. ٻيڙي ۽ جي ڪوهي کي جهلڻ لاءِ اُڪري ۽ جهڙي ڪاٺي.

**اُڏو:** ص. اُسريو- وڌيو- مٿي چڙهيو. ٻڌڳتپ- اُڪو. يڪمشت.

**اُڏو ساماڻو:** ص. ساماڻل- ٻلغ. جوان (ث. اُڏي ساماڻي).

**اَڏو ٻَنڌ:** ث. چادر جي گوڏ ٻڌڻ جو هڪ نمونو (جنهن ۾ اڌ چدر گوڏ ڪجي. باقي اڌ ٻڌڻ تي وجهجي).

**اَڏوير:** ث. ٽڪري ۽ جي چوٽي ۽ تري جي وچ وارو هنڌ (جيڪو لاهي ۽ وارو ۽ ڏکيو ٿئي).

**اَڏوير ۾ اچڻ:** مشڪل ۾ ڦاسڻ- تڪليف ۾ اچڻ.

**اَڏويرو:** ذ. ڳُهن کي لسو ڪرڻ لاءِ لوهه جو ٽڪر.

**اَڏوتَر:** ث. هڪ قسم جو عمدو سوٽي ڪپڙو.

**اَڏوتو:** ص. اڻڏوتل- ميرو. ناپاڪ. (ث. اَڏوتي).

**اَڏوٽُ:** ذ. ڦيرو- موٽ- واپسي.

**اَڏوڙ:** ث. حلال جانور جي کل- چمڙو.

**اَڏَڪو:** آڏو- پاسي پر- پ سيرو.

**اَڏومُ:** بي اندازُ- بي شمار- اڻ ڳڻيو.

**اَڏومُڪ:** ص. ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺل (تپسيا. مراقبي ۾). شرم ۾ ٻڏل.

**اُڏي:** ث. واڌ. واڌارو. فائدو- لاڀ.

**اُڏي ڪُٽي:** ث. واڌ ۽ کوٽ. نفعو نقصان.

**اَڏيار:** ص. اڌ حصي جو مالڪ- اڌياڻيوار.

**اَڏيرُ:** ص. اُبهرو- بي صبرو. ٻورالو- ڦرتو گهرتو. منجهيل. اياتو.

**اَڏيرتا:** ث. اُبهرائي- بي صبري. مُونجهه- ياتپ.

**اَڏيرج:** ث. بي صبري- اُبهرائي. مُونجهه.

**اَڏينتا:** ث. محتاجي. تابعداري- هيڻاهين.

**اَڏيڪار:** ذ (سن) اختياري. حڪومت- عهدو. انتظام.

**اَڏيڪاري:** ص. اختياري ۽ وارو- مختار. عهديدار.

**اَڏَ:** ث. ٻوڪ يا باغ کي پاڻي ۽ جي پيچ لاءِ ڪسي- واهي.

**اَڏ اُٿڻ:** گهڻو خرچ ٿيڻ. سهارو نه رهڻ. نقصان هيٺ اچڻ. تباهه ٿيڻ.

**اَڏ تي بيهڻ:** معمولي ڪم ڪان ٿاٿڻ. باقي ٿوري ڪم تي انڪار ڪرڻ. بي همت ٿيڻ.

**اَڏ ڏوپي وڃڻ:** سڀ ڪجهه تباهه ٿيڻ- جهڳو جهڻ ٿيڻ.

**اَڏ نه ٿيڻ:** بي همتي ڏيکارڻ. سُستي ڪرڻ.

**اُڏَ:** ث. دَز- لَٽ- غبار.

**اُڏارڻُ:** م. اُڏائڻ (پکي. لغڙ). تيز ڊوڙائڻ.

**اُڏاري:** ث. اُڏامَ- پرواز. اُڏارڻ جو عمل.

**اُڏامَ:** ث. اُڏامڻ جو عمل- اُڏار- پرواز.

**اُڏامَڪُ:** ص. اُڏامڻ لائق (پکي ۽ جو ٻچو). اُڏامندڙ (پکي. ولر).

**اُڏامَڪي:** ث. اُڏام- اُڏار. پرواز (خيال جي). اُمنگ.

**اُڏامر ڪٽولي:** ث. اُڏامندڙ ڪٽ. قديم ڪهاڻين ۾ اُڏامندڙ جادوئي ڪٽ.

**اُڏامندو پکي سڃاڻڻ:** تيز فهم هئڻ- عقلمند هئڻ.

**اُڏامَڻُ:** م. اُڏرڻ- پرواز ڪرڻ. تمام تکو هلڻ. تيز ڊوڙڻ.

**اُڏامي وڃڻ:** اُڏري وڃڻ- پرواز ڪرڻ. تيزي ۽ سان وڃڻ. گم ٿيڻ.

**اَڏاوت:** ث. بناوت (جاءِ جي)- تعمير. عمارت. بيهڪ- ڊول.

**اَڏاوت ڦريل هئڻ:** بناوت ڏنگي هئڻ. بيڊولو هئڻ (ماڻهو)- بدشڪل هئڻ.

**اَڏائڻُ:** م. نهرائڻ (جاءِ)- جوڙائڻ (گهر). تعمير ڪرائڻ.

**اُڏائڻُ:** م. اُڏارڻ- مٿي چاڙهڻ (لغڙ. جهاز). لٽائڻ- ڪپائڻ (ملڪيت). تيز ڊوڙائڻ. گم ڪرڻ- لڪائڻ.

**اُڏاءُ:** ذ. اُفواهه- هُل. اڻنگو خرچ- فضول خرچي.

**اُڏائو:** ص. اُڏائيندڙ. گهڻ خرچو- هٿ ڦاڙ.

**اُڏائي ڇڏڻ:** ملڪيت لٽائي ڇڏڻ- فضول خرچ ڪرڻ. گم ڪري ڇڏڻ. سخت شڪست ڏيڻ (مٽ ٻيءَ ۾).

**اَڏائون:** ص. بي ڍنگو- بي ڪرو.

**اَڏايو:** ص. بيوقوف- جهل- مورک.

**اُڏٻڌ:** ٻڌ تران- دِل مَن هئڻ.

**اَڏاپ:** ث. اَڏاوت.

**اُڏراڪ ٿيڻ:** اُڏرڻ جي لائق ٿيڻ- اُڏڻ جهڙو ٿيڻ.

**اُڏَرَڻُ:** م اُڏامڻ.

**اُڏَند:** ص اُڏامندڙ.

**اُڏَند ڪَتولي:** ث.اُڏام ڪتولي.

**اَڏَڻُ، اَڏِڻُ:** م.نـ ڄڻ- جوڙڻ (جاءِ.چَنو وغيره).مَنڍڻ (ڪوڙڪو).

**اَڏي ڇڏَڻ:** مالا مال ڪرڻ- ورسائڻ.

**اَڏِڻُ:** ذ.رَڃ سڪائڻ لاءِ ڪُتل ڪاني.

**اُڏَڻُ، اُڏِڻُ:** اُڏامڻ- اُڏرڻ.

**اُڏي وڃڻ:** اُڏامي وڃڻ.هليو وڃڻ.

**اَڏو:** ذ.ٺڪاڻو.ماڳ.پِڙي.پاٿاري (جوارين جي).هوائي جهازن جي لهڻ جو ميدان.پاليل پکين جي ويهڻ لاءِ ڪاني يا ڇَٽُ.

**اُڏو:** ذ.اُفواهه- ڪوڙي خبر- گپوڙو.

**اُڏا اُٿارڻ:** اَفواهه اُٿارڻ- ڪوڙ اُهل هلائڻ.

**اُڏوڪَڻُ:** م.پيٽ يا نوڙهي مٿان ڳنڍ ڪئي نهارڻ.

**اَڏولُ:** ص.نـ لڏندڙ- محڪم.بي ڊپو.

**اَڏُونو:** ذ.چوڪسي- خيال.

**اُڏوهِي،اُڏيهِي:** ث.جيت جو هڪ قسم (جيڪو ڪاٺ ۽ ڪتابن کي کائي).

**اُڏوهي لڳڻ:** اُڏوهي کان کاڄڻ.سڙ جي وڃڻ.

**اَڏِي:** ث.ڪاني ۽ جو ٽڪرو (گاهه.گوشت.مڇي وغيره وڍڻ لاءِ).

**اَڏيءَ تي سِرُ ڏيڻ/ رکڻ:** مرڻ لاءِ تيار هجڻ.

**اَڏيءَ تي ويهارڻ:** نيت مان باهر ڪڍڻ.تڪليفن ۾ وجهڻ.سُجو ڪرڻ.

**اَڏي ڪوڙي ويهڻ:** ظلم تي پرڻ.ناانصافي ڪرڻ.

**اَڏي مڏي ڇڏَڻ:** گهر ٻار ڇڏڻ- نڏي وڃڻ.

**اَڏيارُ:** ص.گوشو ڪندڙ.مخالفت ڪندڙ.

**اُڏيرو لال:** اسم خاص: سنڌ جي هڪ مشهور درويش جو نالو. مذڪوره درويش جي نالي پٺيان آباد هڪ شهر جو نالو.

**اُڏيڪ:** ص.آسائو- اميدوار.اوسيئڙو ڪندڙ.

**اُڍَ:** ذ.اَنبار (اَن جو).ڍِڳ (رلين جو).

**اُڍُ:** ص.گهڻ ڪائو- پيٽوڙي- هبڇي.

**اُڍِرَڻُ:** م.کُلڻ (بخيو)- ٽٽڻ (ٽاڪا).ٽوپو کُلي پوڻ.ڦاٽڻ.

**اُڍِڪَڻُ:** ڇرڪڻ (ڊپ ۾)- انديشو ڪرڻ.

**اُڍِڪو:** ذ.اُلڪو- ڪُنڪو.انديشو.ڊپ- خوف.انتظار- اونو.

**اُڍِلَڻُ:** م.اَهلي پوڻ- لڙڻ.

**اَڍِمبَرُ:** ذ.ٺاٺ.ڊبدبو- شان شوڪت- طومان.

**اُڍو:** ذ.ڏسو "اُڍڪو".

**اُڍِيڙ:** ث.پيٽ واري زال کي آيل اُبڙڪا.

**اُڍيڙَڻُ، اُڍيڙِڻُ:** م.اُکيلڻ- توڙڻ (بخيا).ڏاڍي مار ڪڍڻ.سخت سزا ڏيڻ.

**اُڍيڙو:** ذ.مائٽي ڇنڻ يا توڙڻ جي حالت- قطع رحم.

**اَڍَ، اَڍِ:** ث.ٿڃ واري رڳ.ڏاتي گُڻ يا اوگڻ (جو ڄائي ڄم کان ملي).عادت (بنيادي، نسلي).ٻڻ- ڪُڙم.

**اَڍِ ڇڪڻ:** اصل ڏي ورڻ.وڏن جي عادت پرائڻ.

**اَڍِ ڪَڍِ تي هلڻ:** پُڄندي ۽ سارو خرچ ڪرڻ.

**اَڍائي:** ص.ٻـ سڄا ۽ ٽئي جو اَڌ.

**اڍائي چانور الڳ رَڌڻ:** جماعت يا ڪٽنب سان شامل نه ٿيڻ

**اَڍائي ڏينهن جي باشاهي:** ث.ٿورن ڏينهن جي حڪومت.

**اڍائي گهرن جو خير:** سڀ ڪنهن جو ڀَلو.

**اَڍائي گهرن جو زيان:** سڀ ڪنهن کي نقصان پهچائيندڙ.جهيڙا ڪرائيندڙ.

**اَڍائيٽرو:** ذ.اڍائي سيڪڙو.

**اَڍَنگائي:** ث.ڪُريت.بي لڇڻائي.بدسلوڪي.بدهلت.

**اَڍنگو:** ص.اڻ سُهائيندڙ- ڪُريتو.بي لڇڻو.بدفضيلتو.

**اَڍنگا پير هلڻ:** خراب هلت هلڻ- اُبتا پير ڪڻڻ.

**اَڍنگا وِسَ:** بي ڍنگا ڳالهائ- طعنا.

**اُڍو:** اسم خاص.سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**اَڍوري:** ث.ٿوري گاهه وارو چراگاهه.

**اُڍيجو:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**اذابَت:** ذ(ع) گداز- ڳارو.

**اَذانَ:** ث(ع) بانگ- ٻانگ.نماز لاءِ سڏ (مسجد مان).

**اِذخِر:** ذ(ع) هڪ قسم جو خوشبودار جابلو ٻوٽو (ٻسار کي وکر طور ڪم اچي)- پٽر قوڙي.

**اَذڪار:** ذ(ع) 'ذڪر' جو جمع.ڏتيءَ جون ساراهون.ڳالهيون.

**اِذنُ:** ذ(ع) اجازت- موڪل.رخصت.حڪم.امر.

**اِذنُ ڏيڻ:** اَمر ڪرڻ- حڪم ڏيڻ.تعويذ.وظيفي وغيره جي اجازت ڏيڻ- هُدو ڏيڻ.

**اَذِيَتَ:** ث(ع) ايذاءَ- اهنج.تڪليف.ظلم.

**اَرَ:** ذ.بُغض- حسد- ڪِينو.ڪَڄ- ڪُوڙ.عيب.

**اِر ڪري ويهڻ:** بهانو بنائي ويهي رهڻ.

**اُرَ:** ث.ٿڪاوٽ.بدن ۾ سُور (ٿڪ سبب).

**اُرجي پوڻ:** ٿڪجي پوڻ- ڪڙجي پوڻ.

**اُرُ:** ذ.اُرھ- ڇاتي- سينو.اُرواح- من- دل.چاھ- شوق.تيز فهمي- سُٺو حافظو.طاقت- قوت.

**اَراتو:** ذ.روڄ- ماتم- پٽڪو.جھوراتو- ڏک.

**ارادَت:** ث(ع) ارادو.گُهرَ- خواهش.تقدير.عقيدو- ويساھ.

**ارادَتاً:** ظ.ارادي سان- ڄاڻي ٻُجھي.ھَسيڪار.

**ارادَتمندي:** ث.نيڪ نيتي.اخلاص.اعتقاد.

**ارادو:** ذ (ع: اراده) گُهرَ- مرضي- خواهش.قصد- نيت.اعتقاد- ويساھ.رب جي رضا- لکيو- نصيب.

**اَراڏو:** ص.نرالو- نيارو.الڳ- جدا ٿيو.

**اَراڪِينَ:** ذ (ع: رُڪن جو جمع) ٿنڀ.اِداري جو ڪم سنڀاليندڙ عهديدار.جماعت جي ڪاروباري مجلس جا ميمبر.حڪومت جو انتظام سنڀاليندڙ چونڊيل ميمبر.

**اَرانيو:** ذ.ٻاھ جي ڄيي- اولانيو.

**اَرانَ:** ث.ناھ- صلح- سلوڪ.محبت.

**اَربَ:** ذ.ھڪ سئو ڪروڙن جو عدد.

**اَرَب کَربَ:** ص.بي انداز- بيشمار.

**اَربابُ:** ذ(ع: رَبُ جو جمع) ڏيهڌڻي.حاڪم.مالڪ- صاحب.

**اَربابِ بَصيرت:** باطن جا صاحب- باريڪ بين انسان- دورانديش.

**اَربابِ سُخَن:** سُخن جا صاحب- فصاحت ۽ بلاغت جا مالڪ.شاعر.

**اَربابِ قَلم:** ذ.اديب- اهل قلم.

**اَربابِ نَشاط:** ڳائڻا ۽ ناچُو.

**اَربعا:** ذ(ع) هفتي جو چوٿون ڏينهن- ٻُڌر.(ص) چار.

**اَربعا خَطا:** ث.چار گناھ (شرع موجب تي گناھ معاف ٿينَ جوڳا آهن).معاف نه ٿينَ جهڙو ڏوھ- ڳري خطا.

**اَربعا عَناصر:** ذ.چار بنيادي عنصر (مٽي.پاڻي.هوا ۽ باھ).

**اَرَبند:** ذ (سن: اَروِند) ڪنول جو گُل- نيلوفر..

**اَربيلائي:** ث.البيلائي- لاڏ.نازنخرو.

**اَربيلو:** ص.البيلو- لاڏلو- دادلو.نازنخري وارو.(ث.اَربيلي).

**اَربَر:** ث.پريشاني.مونجهارو- گهبراهٽ.

**اِرتباطُ:** ذ(ع) تعلق- لاڳاپو- واسطو.الفت محبت.آشنائي- ڄاڻ سڃاڻ.دوستي.

**اَرت پَرت:** ذ.ادل بدل- ڏي وٺ- مٽا سٽا.

**اِرتِجالَ:** ذ(ع) في البديه شعرگوئي.

**اِرتدادُ:** ذ(ع) دين کان ڦيرو- مذهب کان منهن موڙ.

**اِرتعاشُ:** ذ(ع) عضون ۾ ڏڪڻي- رڦٽي.ڏوڏو.

**اِرتفاعُ:** ذ(ع) بلندي- مٿاهين.چوٽي.عمود.

**اِرتقا:** ذ(ع) ترقي- چاڙھو.سڌارو.واڌارو.

**اِرتقائي نظريو:** چارلس ڊارون جو انسان جي نشونما ۽ ارتقا بابت ڏنل نظريو.

**اِرتڪابُ:** ذ(ع) ڏوھي ٿيڻ- خطاواري.

**اَرَتو:** ذ.رَتائون- رَت جھڙو- ڳاڙهو.رَتُ- خُون- لَهو.

**اَرتو آب:** ذ.ڳاڙهو پاڻي.رَت جا ڳوڙها.

**اُرتو گر:** ص(ھ) ڪپڙي ۾ ڇڻو جهندڙ.

**اَرتيو:** ص.آڏتيو- دلال- گماشتو.

**اَرٿُ:** ذ.مطلب- مقصد.سمجهاڻي- معنيٰ.

**اَرٿ سڌ ڪرڻ:** مطلب پورو ڪرڻ.

**اَرٿاميٽَڪ:** ذ(انگ) علم حساب.

**اَرٿ شاستر:** ذ.عملي زندگي ۾ مُلڪي سياست جي بيان وارو ڪتاب.(اسم خاص) هندستاني تهذيب بابت هڪ قديم ڪتاب جو نالو.

**اَرٿِي:** ث.(سن) هندن ۾ لاش کڻي مساڻ تائين پهچائڻ لاءِ بانس جي ڪاٺين مان ٺهيل کاٽي.

**اَرٽُ:** ذ.اَيٽ- چَرخ.نار.

**اَرٽَ مالَ:** ذ.چرخي جي مالھ- چرخي جي مٿين گولائيءَ ۾ وائيل سٽ.

**اَرتڙِي:** ث.نَٿ(زيور) جو هڪ پُرزو.

**اَرتِي:** ث.ڪيھ تاتن لاءِ ڪاٺين مان ٺهيل ننڍي گهر و مِشين.

**ارٿ رکڻ:** بار رکڻ- تڪليف ڏيڻ.

**اِرثَ:** ذ(ع) ترڪو- ورثو.موروثي ذات.

**اَرَپنا:** ذ.ڀيٽ.بخشش.سپردگي.

**اَرپڻ:** م.حوالي ڪرڻ.سونپڻ.ڀيٽا ڪرڻ.

**اَرجَمَندُ:** ص(ف) اَملھ- عمدو.وڏي لياقت وارو.پيارو- محبوب.

**اَرجَنٽ:** ص(انگ) بلڪل ضروري.

**اَرجَلُ:** ذ(ع) داڦڙ گهوڙو.

**اَرجَنَ:** اسم خاص.پاندو پاٽرن مان هڪ جو نالو- ارجن ديو.

**اُرجَڻَ:** م.ٿڪجڻ.گهڻي ڪم سبب سَنڌ بند جي پوڻ- ڪُڙجڻ.ورچڻ.

**اَرچڪ مرچڪ:** ث.ٻارني راند ۾ چوڻ جا ٻول.

**اَرچَنُ، اَڙچَنَ:** ذ.اٽڪ- رنڊڪ.مشڪلات.

آرچو: ذ.ڏکيو.سُچو.ڏتڙيل.
آرحَم: ص(ع) تمام گهڻو رحم ڪندڙ.
آرحَم الراحمين: الله تعاليٰ.
اُردابيگي: ث.حرم ۾ انتظام رکندڙ پهريدار عورت.
اُرداس: ث.عرض-گذارش.التجا.عاجزي.نذرانو-پيٽا.
اُرداسَ: م.منٿ ڪرڻ-التجا ڪرڻ-وينتي ڪرڻ.
اردگرد: ظ.چوڌاري-آسپاس.
اَردلي: ذ(انگ) حاضريءَ جو نوڪر.خدمتگار.
اُردو: ذ.اڙدو-ڏسو "اڙدو".
اَرڏا اُرڏ: ذ.هيناهين مٿاهين-نشيب و فراز.
اَرڏانگي: ص.مفلوج-اڌرنگي.ڪيرو.
ارڏائي: ث.زوراوري-ڏاڍائي.
اَرڏايون ڪرڻ: ڏاڍايون ڪرڻ-ڏنگايون ڪرڻ.ظلم ڪرڻ.
اَرڏو: ص.اڙٻنگ-زوراور.اَهنڊ-ضدي-ڪَرڙو.مغرور.
اَرڏو اَڙٻنگ: ڏکيو-ڏنگو-اَهنڊ.
اَرڙُ، اَرڙَ: ذ. نانگ جو هڪ قسم (جيڪو جانور ڳهي وڃي)-اَزدها.(ص) پيئي-ڪاڻو.تمام وڏو نڱ.
اُرڙ مُرڙ: ث.مروت سَروت-وَت سَت.
اَرڙو: ذ.ڦڏو-تڪرار-معاملو.(ص) ڏنگو-زوراور-ڪَرڙو.
اَرڙو ٻڌڻ: هرو ڀرو ڦڏو وجهڻ.تڪرار ڪرڻ.اجايو ضد ڪرڻ.اَڙي ڪرڻ.
اَرڙائي: ارڏائي-ڦڏائي.
ارزان: ص(ف) سَستو-سهانگو.
اَرزاني: ث سَستائي.
اَرُسُ: ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽي.
ارسالُ: ذ(ع) خط يا شيءِ جي روانگي.موڪلڻ.
اَرسطُو: ذ(يوناني) ڪامل ۽ فاضل.يونان جو مشهور فلسفي.
اُرسُو: ث.مرچ مصالحي پيهڻ لاءِ هڪ لسو پٿر.چندن گهڻ جي روهي.
اَرسيلو: ص.آرس وارو-آرسي-سُست.
اَرسيلا نيڻ: خمار يل اکيون.
ارشادُ: ذ(ع) اَمر-ڪم.اُستاد يا بزرگ جو فرمودو.هدايت.
اَرشَدُ: ص(ع) صالح-نيڪو ڪار.
اَرضُ: ث(ع) پِٽ ۽-زمين-ڌرتي.
اَرض و سَما: ذ.زمين ۽ آسمان.
اَرضي: ص.ڌرتيءَ جو-زميني.
اَرضيات: ذ(ع) ڌرتيءَ جي طبقن جو علم-جيالوجي.
اَرغَجُ: ذ(ه) هڪ عطر جو نالو.
اَرغچ: ث(ف) ونءِ ويڙهي.
اَرغوانُ: ذ(ف) ڳاڙهاڻ سهڻا گل جهليندڙ هڪ قسم جو وڻ.
اَرغواني: ص.سُرخ-ڪرمچي-پيازي.
اَرغُون: اسم خاص.وچ ايشيا جو هڪ تُرڪ قبيلو، جنهن سنڌ ۾ سمن ڪان پوءِ حڪومت ڪئي.
اَرفَعُ: ص(ع) نهايت مٿانهون-بلند.
اَرڪُ: ذ(سن) ڪرتو-شعاع.وڄ جو چمڪاٽ.اندر ديوتا جو هڪ نالو.
ارڪَ: ث.نُونٽ.نونٽ ڪان ڪرائي تائين ٻانهن.ٻانهن جي ٽيڪَ.
ارڪ ڏيڻ: اَڙي وجهڻ.ڪوڙا عُذر پيش ڪرڻ.نونٽ پرويهڻ.
ارڪاٽي: ذ.ناڪئو-معلم (ٻيڙيءَ جو).
اَرڪانَ: ذ(ع: رُڪنُ جو جمع) ٿنڀا.حڪومت، اداري يا جماعت جا بنيادي ميمبر.عادتون-لَڇڻ-افعالَ.
اُرڪُر: ث.فڪر-چنتا-هُرڪُر.
اُرڪ سُرڪ: ث.سُرڪي-سُرڪ-مرڪ.
اُرڪَڻُ: م.ڳُٽ ڳُٽ ڪري پيئڻ.
اَرڪو تَرڪو: ذ.ٽيڙ ٽاڙي.الهو تلهو-ميڙي چوندي.
اَرڪُ: ذ.رکيا نہ ڪندڙ-نہ پرهيزگار.بيخبر-غافل.
اَرڳَ: ث.ڪُنر ڳئون يا ٻڪري.
اَرڳُ: ذ(ع.عرق) دوائن جو سَت.عرق.
اَرڳچو: ذ.خوشبوءِ جو هڪ قسم.گڏيل سُرهاڻن وارو عطر-ارغچ.
اَرلي: ث.مال جي واڙ جي دروازي کي بند ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي تاڙي.
اَرليون ڏيڻ: مال واڙڻ.
اَرمُ: ذ.ريشمي يا اوني ڪپڙي جو هڪ قسم.
اِرمُ: ذ(ع) وچ اوير ۾ شداد بن عاد جو ٺهرايل بهشت-ارضي بهشت.
اَرمانُ: ذ(ف) افسوس-ڏک-غم.آرزو-خواهش.مرضي.
ارمان پورو ٿيڻ: دل جي حسرت پوري ٿيڻ.
اَرمان ڪڍڻ: ڏک ظاهر ڪرڻ.
اَرمائڻ: م.ڏک ڏيڻ.شرمندو ڪرڻ.
اَرمَغانُ: ذ(ف) تحفو-سوغات-سوکڙي.
اُرمَق، اُرمَڪ: ذ(ف) اوني يا ريشمي ڪپڙو.

**آرموشُ**: ذ.تيرهن چوڏهن سالن جي چمار جوان.پوڙهوان.

**آرنُ**: ذ(سن) چڪرو-گراڙي.

**آرني**: ذ (سن. آرَتي) هڪ گل جو نالو. چندن ونءَ جون ڪانيون. بوٽي جو هڪ قسم.

**آرَنَ**: ث.سنداڻ (سونارن جي).

**آرَني**: ث(سن) هڪ قسم جو بوٽو-ٽانڪارو.

**آرو**: ذ.ڦيٽي جو ٽانيو.نار جي چڪر جو ڏندو.پيچ-وڪڙ.

**آرن ڪان ڪڍڻ**: الوڙي ڇڏڻ.ڏوڏي ڇڏڻ.هوش حواس مان ڪڍڻ.

**آري ٽڙيو**: ص.بدبخت-ڇندو-نحس.

**آري ۾ اچڻ**: ڪنهن وڪڙ يا مصيبت ۾ ڦاسڻ.

**آرو**: ذ.اهاڻي.جنهن کي هڪ سال اٿين ڇڏي ڏجي ۽ آباد نه ڪجي.

**آرو ڏيڻ**: زمين کي ساهي ڏيڻ.ڦري اڳ جهلڻ.

**آرواحُ**: ذ.روح.دم-ساهه.خواهش-خيال.اشتها-سڪ.

**آرواحَ پلجڻ**: خواهش ڪجي وڃڻ.سڌ مري وڃڻ.

**آروتَ**: ذ.انتظار (اکين جو)-اوڪاس.اوجاڳو.

**آروتُ**: ذ.خام-ڪچو.الهڙ.اڻ آزمودگار.

**آروجي**: ص.نوٽ-سُڪل-غيرآباد (زمين).

**آرُوڙَ**: ث.بيگناهه-معصوم.

**اروڙ (الور)**: اسم خاص.عربن کان اڳ.سنڌ ملڪ جو تختگاهه (هن شهر جا کنڊر.روهڙي شهر کان اٺن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڦٽل هاڪڙي درياءَ جي پَرتي آهن).

**آروڙُ**: ذ.انبار-ڍير-ڍڳ.پکين.چوپائي مال يا ماڻهن جو گهاٽ.

**آروڙجَڻ**: م.ڪوڙهه تپي لال ٿيڻ-آروڙجڻ.

**آرُوڙي**: ث.بَدي-بُرائي-خرابي.بيائي-دوئي.ڪُپت.

**آروڙي هڻڻ**: وڏو بدمعاش هڻڻ.

**آروڙي**: ث.ڪن ڪچري جو ڍڳ-ڍوئي.

**آرُوسو**: ذ.هڪ بوٽي جو نالو.جنهن جا پن کنگهه وغيره لاءِ دوا طور ڪم اچن.

**آروڳُ، اروڳو**: ذ(سن:آروگيه) بنا روڳ جي-تندرست-صحتمند.

**آرُوتي**: ذ.واٽرکان پوءِ ڇوٽيون.

**آرُوتي ڪرڻ**: اڻ واٽرڻ آن صاف ڪرڻ.

**آرَهُ**: ڪنهن سان بدن لڳڻ جي حالت-ڇوت-ڇُهه-لمس.

**اُرَهُ**: ذ.ڇاتي-سينو.ٻنو-ٿڻ.

**اُره اَنبُورجڻ**: ٻاظاهر ٿيڻ.

**اُره پرجڻ**: ٿڻ ۾ ٿڃ پوڻ.

**اُره ڏيڻ**: مقابلو ڪرڻ.مدد ڪرڻ.منهن ڏيڻ.

**اُره زوراڻي، اُره زوري**: ث.سيني زوري.ڏاڍمڙسي.زبردستي.ظلم.

**اُره زورو**: ص.ڏاڍو مڙس.خودمختيار.

**اُرهاٽَ**: ث.ڇاتي ءَ جو زور.پاڪر ۾ پچڻ.چڙهت.پيڙ-چپ.

**اُرهاٽڻ**: م.سوڙهه ڪرڻ.سيني زوري ڪرڻ.گهٽڻ.ڇاتي ءَ جو زور ڏيڻ.چڙهت ڪرڻ.

**آرهائڻ**: م.ناراض ڪرڻ-آرهو ڪرڻ.

**آرَهائي**: ث.رنج-ڏک.ناراضپو.غمگيني. (ضد.سَرهائي).

**آرَهجَڻ**: ناراض ٿيڻ-رنج ٿيڻ.دل ۾ ڪرڻ.

**آرهَندو**: ص.اڻ جوڳو-اڻ لائق.نامناسب.ناجائز (شرعي خلاف سان). (ث.آرهَندي).

**آرَهَنَ**: ث.سنداڻ (سونارن جي)-آرَني.

**آرهَو**: ص.ناخوش-رنج-ڏکويل. (ث.آرَهي).

**آرهو ٿيڻ**: ناخوش ٿيڻ-رنج ٿيڻ-ناراض ٿيڻ.

**آرهو سَرهو ٿڪڻ**: هر امير غريب سان حسد ڪرڻ.

**آرَءُ**: ث.درياءَ جي لَٽ نه چڙهيل زمين.غيرآباد زمين.پونو.

**آرَءُ ڏيڻ**: زمين کي آبادي کان ساهي ڏيڻ.

**آرَئُونو**: ص.نالائق-بدفضيلت.بدعادتو-بدچال.

**آري**: ث.ڪاٺيءَ جو ننڍو ٽڪرو.عضوو-سَنڌ.ڪنهن به شيءِ جو ٿورو حصو.

**اُريبَ**: ث.چؤڪنڊي جي آمهين سامهين ڪُنڊن کي ملائيندڙ ليڪ.

**اُريبي**: ص.پاسيرو-ڪُنڊائتو.

**آريجُ**: ذ.بنجر زمين.بيابان.سُڪل بَني.

**آرينهن**: ذ.ڇ کان پوءِ چوٿين ڏينهن.

**آڙَ**: ث.آڏ-ٽيڪ-جهل.رنڊڪ.اوٽ-اولو.

**آڙ اٽڪل**: رمز-ڍنگ.حرفت-ڪيڏ.

**آڙ ڏيڻ**: رنڊڪ وجهڻ.اوٽ ڪرڻ.

**آڙ ۾ ويهڻ**: ڇُڪ هٽي ويهڻ-لڪي ويهڻ.

**آڙُ**: ذ.جانور تي لَڏيل بار جو هڪ پاسو.

**آڙانگُ**: ظ.ڏکيو-اوکو-اهنجو.

**آڙانگو**: ظ.ڏکيو-دشوار-اڙانگو.

**آڙائڻُ**: م.ڦاسائڻ-اٽڪائڻ.ڦنڊڻ.

**آڙِنگُ**: ص.بيپرواهه.آرڏو.ضدي.سرڪش.

**اڙتي**: ث-بهانو.عذر.ڦڏو.اٽڪ-رنڊڪ.ڪيرائڻ جو هڪ داءُ-ڦڙتي.

**اَڙتي باز:** ص.ڦڏئي.بهاني باز.

**اُڙتُڙ:** ظ.بي دليو-بي خيالو.

**اَڙ پَڙ:** ظ.لٽ پٽ-وهنوار.بيباق-چڪتو.

**اَڙجَڻُ:** م.ڦاسجڻ.اٽڪجڻ.منجهڻ.

**اَڙجي وڃڻ:** ڦاسجي پوڻ.ڪڪ ٿيڻ.

**اَڙچَڻُ:** ث. ڏکيائي- مشڪلات- تڪليف. پيچڪڙي. رنڊڪ. بيقراري-بي آرامي.

**اُڙد:** ث.اناج جو هڪ قسم-مانهن.

**اُڙدُ:** ذ(ت)لشڪر-سپاهه.ڪٽڪ-ميڙ-انبوهه.ڍگ-انبار.

**اُڙدابيگ:** ذ.هٿياربند سپاهي.وڏو امير.لاپرواهه-ارڏو-بي خيالو.

**اُڙدابيگي:** ث. محلات جي پهريدار عورت (جيڪ مردانو لباس پهري).دربان عورت.پانهي.

**اُڙدَڪ:** ذ.گهوڙي جو هڪ سنج.

**اُڙدُو:** ث(ت:اُردو) لشڪر. ڇانوڻي. لشڪري ٻولي. پاڪستان جي قومي ٻولي.

**اُڙدو بازار:** لشڪري بازار-صدر بازار.

**اُڙَسُ:** ذ.منگهڻ-ڪنمل.

**اَڙڪ:** ظ.آخرڪار-نيٺ-لٿي پٿي.هُن مٿي.

**اُڙڪَ:** ث.منش-مُراد-نيت.اوڙڪَ-ڏاڍو مينهن.

**اَڙڪَڻ:** م.اٽڪڻ-ڦاسڻ-سُڪ ٿيڻ.

**اَڙک پَڙک:** ث.سٽ سماءُ-سپاس جي خبرچار.چاڻ سڃاڻ.

**اَڙکي پَڙکي:** ظ.ڪڏهن ڪڏهن.

**اَڙَلُ:** ذ.ڪَٺ تو گهوڙو-جَڙ و ڇيرو.

**اَڙل واهه:** اسم خاص:دادو ضلعي ۾ سيوهڻ لڳ هڪ واهه جو نالو.

**اَڙل وڇيرو:** ذ.ڪَٺ تو گهوڙو.اَڙو-هٺڪڙو (ماتهو).

**اَڙَمُ:** ذ.زمين ۾ گهٽو هيٺ تائين اونهو ريج.

**اَڙم تي وڃڻ:** گهڻي مينهن سبب گهڻو اونهو ريج ٿي وڃڻ.

**اَڙڻُ:** م.اٽڪڻ.ڦاسڻ.منجهڻ.

**اَڙڻ پَڙڻ:** لَٽ پَٽ ٿيڻ-وهنوار ٿيڻ.

**اَڙويلُ:** ذ.وَڙ-وڪڙ-ڦيرو.روڪ-رنڊڪ.مونجهارو.

**اُڙهَڻُ:** م.وَهڻ(پاڻي)-وَڙهڻ.

**اَڙي:** ذ. سڏڻ لاءِ لفظ-اي. ڪاوڙ وغيره مان سڏڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.(ث.آڙي).

**اَڙي:** ث.اَڏ-آڙ.ڦڙتي.جانثو.بهانو.ضد-رَڏي.ڏکئي وقت-آني ويل.

**اَڙي اوڏي:** ظ.ڏکئي وقت ۾-اويل سويل.ڪوٽ توٽ ۾.

**اَڙي بازُ:** ص.رنڊڪ وجهندڙ.بهانا ڪندڙ.ڦڏو وجهندڙ.

**اَڙي ڪرڻ:** ڦڏو ڪرڻ.بهانو ڪري رنڊڪ وجهڻ.

**اَڙي هڻڻ:** وهٽ کي تکڙو هلائڻ لاءِ پيٽ واري ڪڙي هڻڻ-مهميز ڏيڻ.رنڊڪ وجهڻ.

**اَڙيءَ ۾ اچڻ:** مصيبت ۾ اچڻ.ڏنڊ پرڻ لاءِ مجبور ٿيڻ.

**اَڙياتُ، اَڙيال:** ص.اڙيل-ڦاٿل.منجهيل.گهرجائو-ضرورتمند.سائل.

**اَڙيو:** ص.ڦاٿل محتاج-گهرجائو.

**اَڙين آڌار:** ص.بي وسيلن جو وسيلو.پرجهلو.

**اُڙيو تُڙيو:** ص.رستي پليل.تُڙيو تاپڙيو.رهيو کهيو.(ث.اُڙي تُڙي).

**اَز:** ظ(ف)کان-وٽان-طرفان.

**اَزانسواءِ:** ظ.کان سواءِ-ڌاران.

**اَزبَر:** ظ.ياد-حفظ.

**اَزبَس:** ص.نهايت-ڪافي.

**اَزحَد:** ظ.نهايت.تمام گهڻو-بيشمار.

**اَزخود:** ظ.پاڻهي-خودبخود.

**اَزدَها:** ث(ف:اَزدها)ارڙ نانگ-اجگر.

**اَز روءِ:** ظ.ڪنهن بنياد تي-اَزخود.

**اَزغَيبي:** ظ.اوچتو-اچانڪ.گجهي طرح.

**ازارَ:** ث(ع)سٿڻ-شلوار.

**ازاربَندُ:** ذ.اڳٺ-ناڙو.

**ازاربندي رشتو:** ذ.زال طرفان مائٽي.

**ازالو:** ذ(ع)رفع دفع.نقصان جي پورائي.منسوخي (عمل جي).

**اُزبَڪُ:** ذ.ڏاڍو مڙس.ظالم.تاتاري.ترڪن جو قبيلو.

**اَزبَڪي هڻڻ:** ڊاڙهڻ-لاف زني ڪرڻ.اَپ ڦاڙڻ.

**ازدواجُ:** ذ(ع)نڪاح-شادي-پرڻو.شاعريءَ جي هڪ صنعت.

**ازدواجي:** ص.شاديءَ سان تعلق رکندڙ.گهريلو زندگي متعلق.

**ازرَقُ:** ذ(ع)نيرو-آسماني.فريبي-پاکنڊي.وڇ ويڙهائو-بڇاپڙو.

**اَزرق چشم:** نيرين اکين وارو-شيرو.بيحيا-بي مروت.

**اَزَلُ:** ذ(ع) دنيا جي پيدائش جو پهريون ڏينهن. تخليق جي شروعات.مقدر-نصيب.

**اَزَلي:** ص.اصل کان-شروعات کان وٺي.آخر تائين رهندڙ-باقي.

**اَزمُ:** ذ.زور(تپ جو).سختي(سور جي).

**اَزواجَ:** ث.(ع.زَوج جو جمع)زالون-گهرواريون.

**اَزواج مُطهرات:** ث.نبي سڳوري جو حرم (بيبيون).

**اَزورو:** ص.نبل-هيڻو. (ث.اَزوري).

**اُسَ:** ث.ڏيپ-تڙڪو.

**اُس ڪائڻ:** تڙڪي ۾ ويهڻ.ٻکيورهڻ.

**اُسَ ۾ وارَ اَڇا ڪرڻ:** آزمودي پراڻن کان سواءِ پوڙهو ٿيڻ. عمر اجائي وڃائڻ.

**اَساتذه:** ذ(ع:اُستاد جو جمع) اُستاد.فن جا ماهر.

**اُساترو:** ظ.ڪنهن ڪم لاءِ سنبريل.

**اُسات:** ث.ڏاڍي اُڃ-تَه.پياس- خشڪي.اُڪير.ڪاڙهو-تپت. سوڪهڙو.

**اُساتجڻُ:** م.اُڃ لڳڻ.ڪومائجڻ (وڻ ٻوٽو).

**اَساتو:** ذ.خشڪ- سڪل-ٺوٺ- اُساتيل.

**اَسارَتا:** ث.اَپوڳتي.بدلائي.

**اَسارو:** ص.غافل-ويسلو-بي خبر-ويسارو.موڳو-ڳهيلو.(ث.اَساري).

**اَسارا، اُسارا:** ص.قيدي-بندي.

**اَساس:** ث.ساه جي بندش- ساه جي روڪ.

**اَساسُ:** ذ(ع)بنياد-بيڙهه.

**اَسامي:** ص(ع)بنيادي- ڪلاسيڪي.

**اُساسَ:** ث.اَپسهي-اوساس.

**اَساطيرُ الاَوّلين:** ذ(ع)اڳئين زماني جا قصا ڪهاڻيون.

**اُساڪرو، اُساڪرو:** ذ.زمين جي بندي. ڏانوڏ سڪر-آڊوڪو.

**اُساڪرو ٿيڻ:** برسات کان پوءِ زمين جو جمي سخت ٿي پوڻ يا هموار ٿيڻ.

**اُساڪري:** ث.وَٽوارِي زمين.

**اَسامي:** ث.ٺالو.آبادي.مال ملڪيت-دولت.شاهوڪار ماڻهو.

**اَسان:** ض.اسين.

**اَساوَري:** ث(سن) علم موسيقي ۾ ڏهن ٺاٺن مان هڪ ٺاٺ ۽ راڳ. جيڪو اوڊو (پنج سر) ۽ سمپورن (ست سر) ٿيندو آهي.

**اَسبابُ:** ذ(ع.سَبَبَ جو جمع) سبب- ڪارڻ.ذريعا- وسيلا.سامان سڙو-ٽپڙ ٽاڙي.

**اُستَ:** ذ.ڪير جي لسي.اُنهن جي ڪير مان جمايل ڏڌ.

**اُستادُ:** ص(ف.ع) سيکاريندڙ.معلم.رهبر.چالاڪ-اٽڪلي.هوشيار.

**اُستاد لڳڻ:** وڏيڪ عقل وارو يا ڏاهو هئڻ.

**اُستادن جي جاءِ خالي هئڻ:** پوري ڪمائيت ڪنهن کي به حاصل نه هئڻ.

**اُستادي:** ث.ڏاهپ.هوشياري- چالاڪي.حرفت-اٽڪل بازي.

**اُستادي ڪرڻ:** چالاڪي ڪرڻ.ٺڳي ڪرڻ.

**اُستادي وٺڻ:** سکڻ-هنر يا تعليم پرائڻ- شاگرد ٿيڻ.

**اِستادَه:** ص(ف)بيٺل- بيهڪ وارو-کڙو.

**اِستبدادُ:** ذ(ع)مرضي خلاف ملايل حڪم.ڏاڍ- ظلم.

**اِستبصارُ:** ذ(ع) خيال سان ڏسڻ واري حالت- غور و خوض- انهماڪ.

**اِستتار:** ذ(ع)تصوف موجب لڪ ۾ رهڻ جي حالت- تجلي جو ضد.

**اِستثناءِ:** ذ(ع)ڌار ڪري جدا ڪرڻ جو عمل.ٻين کان علحيدگي.(ص) قاعدي کان ٻاهر- خارجي.

**اَست پُست:** ذ.نوس ڳاهه.هڪ پسار ڪووکر.هڪ قسم جو ڦري ميوو.

**اِستحسانُ:** ذ(ع) پسنديدگي. نيڪي. تعريف جهڙو ڪم. ساراهه.خوبي.

**اِستحصال:** ذ(ع)حاصل ڪرڻ.جبر ڪرڻ.

**اِستحقاقُ:** ذ(ع)لياقت.حق حقوق.

**اِستحڪامُ:** ذ(ع)مضبوطي-پختگي.جٽاءُ.

**اِستخارَهَ:** ذ(ع)غيبي اشارو معلوم ڪرڻ جي دعا.خدا کان خاص دعا جي ذريعي خير جي طلب.فال.

**اِستخراجُ:** ذ(ع) خراج- نيڪالي.اپيس ۽ ڪوشش (هڪ شيءِ مان ٻي شيءِ ڳولي ڪڍڻ).

**اُستُخوان:** ذ(ف)هڏو.ککڙي(ميوي جي).

**اُستُخوان فروشي:** ث.هڏا وڪڻڻ.بدمعاشي-لچائي.

**اِستدراج:** ذ(ع)درجيوار ٿيڻ يا هئڻ واري حالت. ڪافر کان ظاهر ٿيل ڪرامت جهڙو ڪم.

**اِستدعا:** ث(ع)عرض-التجا.گذارش.

**اِستدلالُ:** ذ(ع)دليل.حجت.ثبوت.

**اَستَرُ:** ذ.ڪپڙي جو هيٺيون تَه.ڪوٽ وغيره جو اندريون ڪپڙو.

**اَسترڪاري:** ث.تَب-تيپو.

**اُستَر:** ذ.خچر جهڙو پر وڏيڪ ضخيم جانور.

**اِستَراحَتَ:** ث(ع)فرحت.آرام.عيش.

**اِسترخاءُ:** ذ(ع)بيماري جو هڪ قسم (عضوو ڍرڙو ٿيڻ جي بيماري).

**اِستَرگي:** ث.(ف)ترغيب-هٿي.چالاڪي.

**اُستُرو:** ذ(ف)پڪي.

**اِستري:** ث(سن) عورت- زال. ڪپڙي مان گهنج ڪڍڻ لاءِ هڪ لوهي اوزار (جنهن کي گرم ڪري ڪپڙي تي زور سان گهمائجي).

**استسقا:** ث (ع) تمام گهڻي اُڃ لڳائيندڙ هڪ بيماري- جندر. الي-ڏوگهو.

**استطاعَت:** ث (ع) طاقت- سگهه.وس.پڄندي.حيثيت.

**استطراد:** ذ. شعر وغيره ۾ هڪ ڳالهه ڇڏي ٻي ۾ ٽپي پوڻ جي حالت.

**استعارو:** ذ (ع) اها تشبيه جنهن ۾ لفظ: جهڙو، جيئن، جيان وغيره ڪم نه آڻجن (هو شينهن آهي= شينهن جهڙو بهادر آهي).

**استعانَت:** ث (ع) مدد يا واهر جي طلب- امداد.

**استعجابُ:** ذ (ع) عجب- حيرت.

**استعدادُ:** ذ (ع) لياقت- قابليت.ذهني طاقت.

**استعفا:** ث (ع) ملازمت ڇڏڻ لاءِ درخواست.

**استعمار:** ذ (ع) ٻيهڪ بنائڻ واري حالت- ٻيهڪيت- نوآبادي.

**استعمالُ:** ذ (ع) عمل ۾ آڻڻ جي حالت.عمل.تجربو- آزمودو.

**استعمال ڪرڻ:** ڪم ۾ آڻڻ- ڪتب آڻڻ.

**استعمالي:** ث.عمل.آزمائش- تجربو.

**استغاثہ:** ذ (ع) فرياد- مقدمو- ڪيس.

**استغراقُ:** ذ (ع) خيال ۾ فڪر ۾ ٻُڏي. ڌڻيءَ جي ياد گيري ۾ بندگيءَ ۾ محويت.

**استغفارُ:** ذ (ع) ڏوهن گناهن جي بخشش لاءِ دعا ۽ گهرڻ- توبهه.

**اَستَغفُرُ الله:** جملو (ع) خدا معاف ڪري- توبهه.

**استغنا:** ث (ع) تونگري- شاهوڪاري.بي نيازي.

**استفاده:** ذ (ع) فائدي جي حاصلات.فائدو- نفعو.

**استفسارُ:** ذ (ع) پڇاڳاڇا.حقيقت جي جاچ.

**استفهامُ:** ذ (ع) ڪنهن ڳالهه جي سمجهڻ لاءِ پڇيل سوال.گرامر ۾ سوال پڇڻ لاءِ ڪم ايندڙ ضمير.

**استقامَت:** ث (ع) مضبوطي- پختگي.ٻيهڪ- ثابت قدمي.

**استقبالُ:** ذ (ع) آجيان لاءِ ٻه چار قدم اڳتي وڃڻ- پذيرائي.آدرڀاءُ. پيليڪار ايندڙ زمانو.

**استقرار:** ذ (ع) قرار.جمت.

**استقلالُ:** ذ (ع) مضبوطيءَ سان هڪ ڳالهه تي بيهڻ- پختگي- ثابت قدمي.

**استقلاليَت:** ث.غير محدود اختياري.

**استمراري:** ص (ع) دائمي هلندڙ- جاري رهندڙ.گرامر موجب جاري رهندڙ ڪم لاءِ زمان.

**استنباطُ:** ذ (ع) نئين مسئلي جي ايجاد.

**استنبول:** اسم خاص.ترڪي جو هڪ مشهور شهر، جيڪو عثمانيه سلطنت جي راڄڌاني رهيو- قسطنطنيه.

**استنجا:** ث (ع) طهارت- مسحو.

**اُستو:** ص (ع: اُستاذ) ڪنهن به هنر جو ڪاريگر (هي لفظ راڄي، وادي، لوهار ۽ حجم لاءِ ڪم اچي).

**استوا:** ث (ع) برابري- هڪجهڙائي. (خط استوا= اوپر ڪان اوله ڏانهن زمين کي پورن ٻن ڀاڱن ۾ ورهائيندڙ خيالي ليڪ).

**اُستوارُ:** ص (ف) مضبوط- محڪم- پختو- پڪو.

**است وست:** ث.ٽڙيل پکڙيل- بي ترتيب.اُبتڙ سُبتڙ.ڪکو وڪو.

**استرتا:** ث.بينلائي.استقامت.پختائي.

**استول:** ص (سن) ٿلهو متارو- ڳورو.

**استاپ:** ذ (انگ) مسافر ڪٽڻ لاءِ بس وغيره جي بيهڻ جو هنڌ- استان.

**استافُ:** ذ (انگ) عملو.ڪاتي يا آفيس جا ملازم.

**استال:** ذ (انگ) عارضي دڪان.

**استامپُ:** ذ (انگ) سرڪاري ڇاپ لڳل پنو (قبوليت وغيره جي تحرير لاءِ)-دستاويز.

**استامپ وينڊر:** دستاويز لکندڙ.

**استانُ:** ذ (انگ: استينڊ) گاڏين بسن جي بيهڻ جو اڏو يا ڇاپرو.

**استائل:** ذ (انگ) انداز- نمونو- طرز.شڪل- گهاڙيٽو.

**استرائيڪ:** ث (انگ) هڙتال- احتجاج طور ڪم نه ڪرڻ.

**استريچر:** ذ (انگ) بيمار کي سمهاري اسپتال کڻي وڃڻ جو تختو.

**استوڊنٽ:** ذ (انگ) شاگرد.

**اَستوڊيو:** ذ (انگ) فوٽو گرافيءَ جو ڪمرو.ريڊيو يا ٽي.وي اسٽيشن جو رڪارڊنگ وارو ڪمرو.

**استور:** ذ (انگ) ذخيرو.وڏو دڪان.

**استوري:** ث (انگ) ڪهاڻي- ڪٿا.

**اَستولُ:** ذ (انگ) ڪاٺ جي چئن ڄڱهين ٽنگن واري ننڍي تختي سان صندلي.

**استيٽ:** ث (انگ) رياست.جاگير.غير متحرڪ جائداد.

**استيج:** ث (انگ) جلسي ناٽڪ وغيره لاءِ ٿلهو يا چبوترو.

**استيڊيم:** ذ (انگ) راند جو ميدان.خاص ڪري ڪرڪيٽ جو.

**استيشن:** ث (انگ) ريل گاڏي جي بيهڻ لاءِ مقرر جاءِ (جتي مسافر لهن چڙهن).

**استيشنري:** ث (انگ) آفيس ۾ لکپڙهه ۾ ڪم اچڻ جو سامان.

**استيلَ:** ث (انگ) لوهي نب سان قلم. (ذ) رڪ- فولاد.

**استيمر:** (ث) (انگ) ٻاڦ.

**اَستيمَر:** ذ (انگ) ٻاڦ جو جهاز- آگبوٽ.

**اَسپُ:** ذ(ف)گهوڙو.

**اسپَتالَ:** ث(انگ)شفاخانو-دواخانو.

**اسپرٽ:** ذ(انگ)جوهر-روح-جزبو.گدڙيءَ جو تيل.تيزاب.شراب.

**اسپرنگُ:** ذ(انگ)لوهي تار جو دابيل ويڙهو-اُڇل ڇَنو.

**اسپَند:** ذ.پسارڪي وکر جو هڪ قسم-هرمرو.

**اسپَنگرُ:** ذ(ف:اَسپغول)دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻج.

**اسپنگر جي تُهي:** ث.اسپنگر جو ڇلڪو (وکر).

**اسپيشَلُ:** ص(انگ)خاص-جدا.

**اسپيشلسٽ:** ص(انگ)خصوصي ماهر.

**اسپيڪَرُ:** ذ (انگ) تقرير ڪندڙ. قانون ساز اسيمبليءَ جو ڪاروبار هلائيندڙ ميمبر.

**اَسَدُ:** ذ(ع)شينهن.هڪ آسماني برج.

**اَسدُالله:** ذ.خدا جو شينهن.حضرت علي ڪرم الله وجهه جو لقب.

**اَسَرُ:** ذ.رات جو پويون پهر-پوئين رات-اسور.

**اَسراتَ:** ث.اُڃ-پياس-اُسات.

**اُسراڄَڻُ:** م.تمام گهڻي اُڃ لڳڻ-اُساڄڻ.

**اسرارُ:** ذ(ع:سِرُ جو جمع)ڳجهيون ڳالهيون-ڳجهه ڪم.عجائب.حيران ڪندڙ عمل.تماشو.

**اسرافُ:** ذ(ع)حد کان ٻاهر کاپو.اجايو استعمال.فضول خرچي.

**اسرافيل:** ذ(ع)قيامت ڏينهن صور ڦوڪيندڙ خدائي فرشتو.

**اسرائيل:** ذ(ع)يهودين جو ملڪ.حضرت يعقوب عليه السلام جو لقب.

**اسرانَ:** اسم خاص.سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**اَستردا:** ث(سن)بدگماني-بي اعتباري.

**اُسرَڙَڻُ:** م.وڻ جا پن پٽجي ڪرڻ.

**اُسرَڻُ:** م.ڦٽڻ.وڌڻ.رواڻو ٿيڻ.

**اُسڙڪَڻُ:** م.اوسيئڙو ڪرڻ-انتظار ڪرڻ.آس ۾ ويٺڪڻ.اجايو رلڻ.

**اُسڙَڻُ:** م.آس ۾ ويٺڪڻ-ڪڙهو سهڻ.

**اَسسٽنٽُ:** ص(انگ)نائب.عيوضي.مددگار.

**اُسطرلاب:** ذ(يوناني)سج ۽ تارن جي وڇٽي معلوم ڪرڻ جو اوزار.

**اُسطُوان:** ذ(ع)ٿنڀو-پيلپائو-رُڪن.

**اُسطو خُدوس:** ذ(يوناني)دوا طور ڪم ايندڙ هڪ وکر.

**اَسعَد:** ص(ع)ڀلو خوش-آسودو.

**اسفَنجُ:** ذ.پاڻي چوسڻ جو ڪکر-ملڪ ڪکر.

**اسفَندُ:** ذ.هرمرو-اسپند(وکر).

**اسقاط، اسقاط حَمل:** ذ(ع) حمل ڪيرائڻ جو عمل-پيٽ ڪيرائي.

**اُسقُف:** ذ(ع)وڏو پادري-بشپ.

**اسڪالَر:** ص(انگ)عالم-اديب.تعليم وٺڻ لاءِ وظيفو کڻندڙ.

**اسڪالَرشپ:** ث(انگ)شاگردلاءِ وظيفو.

**اسڪائُوٽ:** ز(انگ)اسڪولي شاگردن يا ٻين وڏن جي جي منظم سماجي جماعت.

**اسڪرُو:** ذ(انگ)لوهه جو پيچدار ڪوڪو.

**اسڪرُو ڊرائيورُ:** ذ.پيچڪش(اوزار).

**اُسڪَڻُ:** م.سسڪڻ-اُڪير جڻ.ڪاڪائڻ.

**اُسڪَ:** ث.چڪ-ڪشش-اُڪير-سڪ.

**اسڪور:** ذ(انگ)راندين جي رانديڪرن ۾ کٽيل نمبر.

**اسڪولُ:** ذ(انگ)ابتدائي تعليم جو مدرسو.ابتدائي درسگاهه.

**اسڪُولي:** ص.اسڪول جو.اسڪول ۾ پڙهندڙ(شاگرد).

**اسڪيل:** ث(انگ)پيمانو-اندازو-درجو.فٽ پٽي-فُٽي.

**اسڪيمَ:** ث(انگ)رٿ-تجويز.منصوبو.

**اُسکَ:** ذ(سن)بي آرامي-بيقراري-گهٻراهٽ.وڃڪو-بيداري (ص)بي آرام-بيقرار.

**اَسگندُ:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽي-اُسگند.

**اَسلافُ:** ذ(ع)اڳين زماني جا بزرگ.نيڪ انسان-وڏا-ابا ڏاڏا.

**اسلامُ:** ذ(ع)دين فطرت.الله تعاليٰ جو حضرت محمد ﷺ جي معرفت سچي انسان ذات ڏانهن موڪليل دين.

**اسلام ڪوٽ:** اسم خاص.ٿر ۾ هڪ شهر جو نالو.

**اسلامي:** ص.اسلام جو-اسلام وارو.

**اَسلحَه:** ذ(ع:سلاح جو جمع)هٿيار.سامان ستڙو.

**اُسلوبُ:** ذ(ع)نمونو-ڍنگ.طريقو.

**اسلوب دار:** ص.سهڻي ترتيب وارو-ترتيب سان.

**اسمُ:** ذ(ع)نالو.گرامر موجب ڪنهن ماڻهوءَ،شيءِ،جاءِ،خاصيت يا ڪم جو نالو ظاهر ڪندڙ لفظ.جنس.

**اسمِ اَعظَمُ:** ذ.الله تعاليٰ جو وڏو نالو(عام طرح مخفي).

**اسمُ بامُسَمّيٰ:** نالي جهڙو لائق.

**اسمُ تَصغيرُ:** ذ.ننڍڙائي ۽ ٿورائي ڏيکاريندڙ لفظ.

**اسمِ تَنڪير:** ذ.ڪنهن هڪ شيءِ،ماڻهو،حيوان يا جڳهه جي دلالت ڪندڙ لفظ.

**اسمُ حاليہ:** ذ.فعل جي اسمي صورت ( جيڪ هلندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاري.مثلاً: سمهندو.ايندو.ويندو وغيره ).

**اسمُ خاصُ:** ذ. ڪنهن جاندار يا بيجان شيءِ جو خاص نالو ( جيئن: حمزو.سنڌو وغيره ).

**اسمُ ذات:** ذ. ڪنهن شيءِ جو ذاتي ګڻ ڏيکاريندڙ لفظ ( جيئن: نيڪي.سخاوت وغيره ).

**اسمُ عامُ:** ذ.هڪ قسم جي سڀني جنسن لاءِ ڪم ايندڙ لفظ ( جيئن:ماڻهو.ڍور.جبل وغيره ).

**اسمُ فاعلُ:** ذ.جملي ۾ ڪم ڪندڙ جي لاءِ ڪم آيل لفظ.

**اسمِ ڪَمائن:** روحاني ذڪر ڪرڻ.

**اسمُ مَفعُولُ:** ذ.ٿيل ڪم جي خبر ڏيندڙ لفظ ( جيئن: ڏڪيل.ورتل وغيره ).

**اسماعيلي:** ص (ع) امام اسمعيل ع جا پيروڪار- شيعن جو هڪ فرقو.

**اسمِ وار:** ظ.نالي وار.نمبروار.

**اَسماءِ:** ذ(ع:اسمُ جو جمع ) نالا.(ث) عورت جو نالو.

**اَسماءُ الحُسنيٰ:** ذ.ذاتِ پاڪ جا نوانوي صفاتي نالا.

**اَسمجھ:** ص.بي سمجھ-نادان.

**اَسمگلر:** ذ (انگ) غيرقانوني نموني شيون آڻيندڙ يا موڪليندڙ-ناڪي چور.

**اَسناد:** ث (ع:سَندَ جو جمع ) ثابتيون.سَندون- دستاويز.حديث جي روايت جو سلسلو.

**اَسو:** ذ(سن ) ٻهر نڪتل ماس جي ګوڙهي- مسو.ڪاني ءَجو ٿڪهو.

**اَسو:** ذ(سن:اشوڪ ) وڻ جو هڪ قسم.چندن وڻ.ڪيوڙو.

**اَسُو:** ذ.(ه) سنبت جو ستون مهينو.

**اَسوارُ:** ذ.ٻاهرين ديوار- ڪوٽ- عام پناه.

**اَسوارٿي:** ص(سن ) بي طمع- بي غرض.

**اَسوَدُ:** ص(ع) ڪارو-سياه.

**اَسُورُ:** ص.بي درد- بي سُور-اڳوندرو.

**اَسُور:** اَسُر جو-پريت ڪان اڳ.

**اَسُورو:** ص.بي اونو- آسارو- غافل.

**اُسوَه:** ث(ع) نمونو-مثال.

**اُسوَه حَسنہ:** ث.سهڻو نمونو- سُٺو مثال.نبي سڳوري جي سيرت جو احوال.

**اَسُونهن، اسونهون:** ص.اڻ واقف- اڻ ڄاتل- اڻ ڏٺل.جنهن جي جُوءِ يا ڳس ڏٺل نه هجي.

**اَسُوءُ:** ذ.حسد- ساڙ- ريس.

**اسهالُ:** ذ.دستن جي بيماري- دست.

**اُسهَڻ:** م.وڃڻ- روانو ٿيڻ ( مسافريءَ تي ).

**اَسُئي:** اڻ سئي- نه ٻُڌل.ڳهڻ ڄاتل سڃاتل.

**اَسي:** ص.هڪ عدد (80)- چار ويهون.

**اَسيارو:** ص.پاسن سان-پهلودار.

**اَسيرُ:** ص(ع) قيدي.گرفتار.

**اسيري:** ث.قيد-بند.

**اُسيڪو:** ذ.وهاڻو-تڪيو.

**اَسيمبلي:** ث (انگ) صوبائي يا ملڪي انتظام هلائڻ لاءِ قاعدا قانون جوڙيندڙ ميمبرن جي جماعت ( جيڪي ميمبر جدا جدا تڪن مان ووٽن ذريعي چونڊجن ).

**اَسين:** ضمير متڪلم.اسان.

**اشارَتَ:** ث(ع) اشارو- اُهڃاڻ.

**اشارو:** (ع:اشاره) هٿ يا اک سان ڏس.اُهڃاڻ.رمز.مامَ.

**اشاري وهيٺو:** ص.ٿوري حڪم ملڻ تي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار.

**اشاعَتَ:** ث(ع) پڌرائي- مشهوري.ڇاپو ( اخبار ڪتاب جو ).

**اشباعُ:** ذ.شعر ۾ زير.زبر.پيش کي پڙهڻ ۾ ڊگهو ڪرڻ.

**اشباهُ:** ذ(ع) هڪجهڙي ٿيڻ يا ڪرڻ جو عمل- هڪجهڙائي.

**اشتَباهُ:** ذ(ع) شڪ-گمان.مونجهارو.

**اشتباهي:** ص.منجهيل.مشڪوڪ.

**اشتَراڪُ:** ذ(ع) شراڪت-ڀائيواري- حصو.شموليت.

**اشتراڪي:** ص.اشتراڪيت واري نظام جو حامي- ڪميونسٽ.

**اشتراڪيَت:** ث(ع) حڪومت جو اهو سرشتو.جنهن ۾ ملڪ جي سڀني ماڻهن جو هڪجيترو حصو هجي- ڪميونزم.

**اشتعالُ:** ذ(ع) جوش-ڀڙڪو-باه.

**اشتعالُ انگيز:** ص.باه ڀڙڪائيندڙ- جوش ڏياريندڙ.فساد پيدا ڪندڙ ( ڳالھ.تقرير ).

**اشتقاقُ:** ذ(ع) لفظ مان ڪڍيل بنيادي ذاتو.

**اشتقاقي:** ص.اهو لفظ جيڪو ٻئي لفظ مان نڪتل هجي- مشتق.

**اشتمالُ:** ذ(ع)گنجائش.

**اشتماليَت:** ث(ع) اشتراڪيت-سوشلزم.

**اشتها:** ث(ع) بک.خواهش- طلب ( کاڌي جي ).

**اشتهارُ:** ذ(ع) اعلان.پڌرنامو.مشهوريءَ جو اعلان.

**اشتهاري:** ذ.وڏوڏوهاري.

**اشتهاري ايجنسي:** ث.اخبارن کي اشتهار رسائيندڙ ادارو.

**اشتياقُ:** ذ(ع) شوق- چاهه. انتظار ڪَڏيل خواهش. سڪَ.

**اَشتمي:** ث (سن) قمري مهيني جي اٺين تاريخ.

**اَشخاص:** ذ(ع: شخص جو جمع) گهڻا ماڻهو- جڻا.

**اَشَدُ:** ص(ع) تمام سخت. بلڪل گهڻو.

**اَشرافُ:** ص(ع) شريف انسان- نيڪ مرد. عزت وارو- مهذب.

**اشرافَتَ:** ث. چڱمڙسي. عزت آبرو. ڀلائي- چڱائي. نيڪي.

**اَشراف خانو:** ذ. حرامڪاريءَ جو اڏو- چڪلو.

**اشراف زادو:** ذ. شريفن جو اولاد.

**اشراقُ:** ذ(ع) سج اڀرڻ. سج اڀرڻ کان پوءِ نفلي نماز.

**اَشرَفُ:** ص. تمام شرف وارو- بزرگ. بلڪل شريف.

**اَشرف المخلوقات:** ث(ع) سڀني مخلوقن کان ڀلو- انسان ذات.

**اَشرَفي:** ث(ع) هڪ سونو سڪو- مهر. هڪ قسم جو گل.

**اَشعارَ:** ذ(ع: شعر جو جمع) نظم- ڪلام.

**اَشعَرُ:** ص(ع) سڀ کان وڌيڪ سمجهدار يا شاعر.

**اَشعَري:** اسم خاص. مسلمانن جي هڪ جماعت. علم الڪلام جي هڪ وڏي ڄاڻو ۽ مصنف "ابوالحسن علي بن اسماعيل" جو لقب.

**اشفاقُ:** ذ(ع) رحم- شفقت.

**اَشڪَ:** ذ(ف) ڳوڙها- لڙڪ.

**اَشڪ آلُود:** ص. ڳوڙهن ڀريل- لڙڪن سان ڀريور.

**اَشڪ اَفشاني:** لڙڪ لاڙڻ- ڳوڙها ڳاڙڻ.

**اَشڪبار:** ص. ڳوڙها ڳاڙيندڙ- لڙڪ وهائيندڙ.

**اَشڪَنجو:** ذ (ف: شڪَنجه) ڏوهارين کي قابو ڪرڻ لاءِ ڪاٺ. جلدبنديءَ ۾ ڪتابن کي قابو جهلڻ جو هڪ اوزار.

**اشڪنجي ۾ اچڻ:** وڪڙ ۾ ڦاسڻ.

**اَشڪولُ، اَشڪيلُ:** ذ (ع: شڪيل) ڏونڻ. ٻيڙيون. وهٽ جي هڪڙي پاسي وارين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو ڏونڻ.

**اَشڪيلي:** ص. ڪوڙي دعوي ڪندڙ. ڦڏائي.

**اَشلوڪُ:** ذ (سن) سلوڪ- ڌرمي بيت يا گيت.

**اشنانُ:** ذ. تڙ- غسل- سنان.

**اشُو:** ذ (انگ) بحث هيٺ نڪتو- تڪراري ڳالهه. گمان.

**اَشوڪُ:** ذ (سن) بي غم- بنا ڏک. هڪ وڻ جو نالو. موريه گهراڻي جي هڪ مشهور راجا جو نالو.

**اَشهب:** ص(ع) گهڻي اڇاڻ ڳاڙهيل. (ذ) سرخو گهوڙو.

**اَشهَدُ:** ذ (ع) شهادت جي ڪلمي جو پهريون لفظ. شهادت جو ڪلمو. ڏسڻي آڱر.

**اَشياءِ:** ث(ع: شيءِ جو جمع) شيون- چيزون- وٿون.

**اَصالَتَ:** ث(ع: اَصلَ) اصليت. خاصيت. اثر.

**اَصالت تي اچڻ:** پنهنجي اصليت ڏيکارڻ. ڪميڻو ٿي بيهڻ.

**اَصحابُ:** ذ (ع: صاحب جو جمع) حضرت محمد ﷺ جو صحبتي. سنگتي- ساٿي.

**اَصحاب سَيف:** ص. لشڪري- فوجي.

**اَصحاب ڪبار:** ص. وڏا اصحابي (حضرت ابوبڪر رضه. حضرت عمر رضه. حضرت عثمان رضه ۽ حضرت علي عه).

**اَصحاب ڪَهفُ:** ذ. توريت ۽ قرآن ۾ ذڪر ٿيل غار وارا ست دوست.

**اَصحابي:** ص. نبي سڳوري جا ساٿي. نيڪ ماڻهو.

**اصرارُ:** ذ(ع) ڪنهن ڳالهه تي گهڻو زور- ضد. تاڪيد.

**اصطَبَلُ:** ذ(ع) طبيلو- ڪڙهه- ٿاڻ- گهوڙي ٻڌڻ جي جاءِ.

**اصطلاحُ:** ذ(ع) ڪنهن ڌنڌي يا فن جو لفظ- ورجيس.

**اصطلاحي:** ص. محوري وارو. مشهور معني کان سواءِ ٻي خاص معني رکندڙ (لفظ).

**اَصغَرُ:** ص(ع) وڌيڪ ننڍو. سڀ کان ننڍو.

**اصفهان:** اسم خاص. ايران ملڪ جو هڪ مشهور شهر.

**اَصفيا:** ذ(ع) پاڪ صاف ماڻهو- اولياءُ الله.

**اَصلُ:** ذ (ع) بنياد. بڻ- نسل. پيڙهه. (ع) سچو پچو- حقيقي. خالص- کرو. (ظ) اصل کان. شروع کان. هرگز. بلڪل.

**اَصلائتو:** ص. بڻائتو- بنيادي- اصل وارو.

**اصلوڪو:** ص. اصل وارو. اوائلي- قديم.

**اَصلَئُون:** ظ. بلڪل- مطلق- اَصلاً.

**اَصلي:** ص. بنيادي. فطري- ذاتي. خاص. قديم.

**اَصلاحَ:** ث(ع) دُرستي- سڌارو. وتارَ.

**اصلاح پَذير:** ص. سڌاري جوڳو.

**اصلاحات:** ث. سڌارا.

**اصلاحي:** ص. سڌاري وارو. سڌارو ڪندڙ. سڌاري باَبت.

**اَصليَت:** ث (ع) بنيادي حقيقت. ذاتي ڪَڻ. بنيادي شرافت. اصل نسل.

**اَصَمُ:** ص(ع) ٻوڙو. غير طاق عدد.

**اَصنافَ:** ذ(ع) "صنف" جو جمع- صنفون- جنسون.

**اُصُولُ:** ذ(ع: اَصلُ جو جمع) پاڙ- بنياد. بنيادي قاعدو- قانون.

**اُصول مَوضُوعَ:** ذ. مترر حقيقت. بديهيت.

**اُصولُ وَ فُروعَ:** ذ(ع) مکيه ۽ تابعي ڳالهيون. علت ۽ معلول- سبب ۽ اثر.

**اُصُولي:** ص(ع) ڪنهن قاعدي يا قانون تحت- اصول موجب.

**اَصيلُ:** ٻَنائتو. عزت وارو. وڪيل جو ڳراهڪ. ڪُڪڙ جو هڪ قسم. ڪارونانگ.

**اضافَتَ:** ٿ(ع) نسبت- لاڳاپو- تعلق. گرامر موجب اسمن جي وچ ۾ مالڪي ڏيکاريندڙ حالت.

**اضافو:** ذ(ع: اضافہ) واڌ- واڌارو. پگهار يا عهدي ۾ ترقي.

**اضافي:** ص. نسبتي (جا اصلي نه هجي). وڌيڪ.

**اضافي وُجود:** ذ. اهو وجود، جنهن جو ٻئي وجود سان تعلق هجي- اعتباري وجود.

**اُضحيٰ:** ٿ(ع: ضَحيَّة جو جمع) قربانيون.

**اُضحي:** ٿ. قربانيءَ جو جانور. قرباني.

**اضطرابُ:** ذ (ع) پريشاني. بيقراري- لوچ پوچ- ڦٿڪو. جلدي- تڪڙ.

**اَضعَفُ:** ص. سڀ کان ضعيف- ڏٻرو.

**اضلالُ:** ذ(ع) گمراهي.

**اضمارُ:** ذ (ع) دل ۾ ڳالهه جي لڪ. علم عروض جو هڪ اصطلاح.

**اطاعت:** ٿ(ع) فرمانبرداري.

**اَطباء:** ذ. طبيبَ- حڪيمَ- ويجَ.

**اَطراف:** ذ (طرف جو جمع) ڏسيون- طرفَ.

**اَطرافي:** ص. ٻاهرين ۽ حد وارو.

**اطريفَل:** ذ. هڪ دوا جو نالو- ترڦلو.

**اَطفالُ:** ذ(ع: طفل جو جمع) ٻار- ٻارڙا.

**اطلاعُ:** ذ(ع) خبر- چتاءُ- اعلان. نوٽيس- ڄاڻ.

**اطلاعات:** ذ. خبرون- نشريات.

**اطلاعات کاتو:** ذ. حڪومت جي طرفان عام ماڻهن، يا عام ماڻهن جي گهرجن کان حڪومت کي واقف ڪندڙ کاتو (جيڪو گهڻو ڪري اخبارن سان واسطو رکي ٿو).

**اطلاع نامو:** ذ. اطلاع جو خط- نوٽيس. سمن.

**اطلاقُ:** ذ(ع) ٺهڪي اچڻ جي حالت. لاڳاپو.

**اَطلَسُ:** ذ(ع) اچو زريدار ريشمي ڪپڙو.

**اطمينانُ:** ذ(ع) تسلائي- دلجاءِ- خاطري.

**اطمينان خاطر:** ذ. دل جي خاطري- پڪ.

**اطنابُ:** ذ(ع) ڪلام ۾ اجائي ديگهه- تطويل.

**اَطوارُ:** (ع: طورُ جو جمع) طريقا- ڍنگ- دستور. افعال- لڇڻ- آداب.

**اَطهَرُ:** ص. سڀ کان وڌيڪ پاڪ- تمام پوتر.

**اظهارُ:** ذ(ع) پڌرائي- ظهور.

**اَظهَرُ:** ص. وڌيڪ ظاهر. تمام پڌرو- تمام چٽو.

**اظهَر مِنَ الشَمسُ:** سج کان وڌيڪ پڌرو يا چٽو. مشهور.

**اعادَت:** ٿ(ع) ٻيهر گفتگو- ورجاءُ.

**اعانَتَ:** ٿ(ع) مدد- واهر.

**اعتبارُ:** ذ(ع) ڀروسو- يقين. ويساهه.

**اعتبار کڄڻ:** ساک نه رهڻ.

**اعتباري:** ص. ڀروسي وارو- ساک پت وارو- معتبر.

**اعتباري اَمر:** ذ. فروعي يا عارضي ڳالهه- ڪنهن مک ڳالهه سان واسطيدار اضافي اَمر يا ڳالهه.

**اعتدالُ:** ذ(ع) وچٿرائي- موافقت. پورائي پنائي- نه گهٽ نه وڌ.

**اعتدال پسند:** ص. وچون رستو اختيار ڪندڙ. موزون طبيعت وارو. نرم ڏرو وارو (راڄنيتي يا سياسي معاملن ۾).

**اعتذارُ:** ذ(ع) عذر- معافي طلب.

**اعتذار نامو:** معافي نامو.

**اعتراضُ:** ذ (ع) ڪنهن ڳالهه جي خلاف آڻيل حجت. نڪته چيني. مخالفت.

**اعتراضي:** ص. اعتراض جهڙو- نامناسب.

**اعترافُ:** ذ(ع) قبوليت- اقرار. ڏوهه يا غلطي مڃڻ.

**اعتزالُ:** ذ(ع) علحيدگي- جدائي. دستبرداري.

**اعتقادُ:** ذ(ع) ويساهه. ايمان. اعتبار. عقيدو.

**اعتقادي:** ص. اعتقاد وارو. عقيدي واري ڳالهه.

**اعتڪافُ:** ذ (ع) گوشه نشيني (عبادت لاءِ خلاصي جاءِ ۾). رمضان جي پوئين ڏهي ۾ مسجد ۾ گوشه نشيني.

**اعتمادُ:** ذ(ع) ڀروسو- اعتبار- يقين.

**اعتماد ۾ وٺڻ:** يقين ڏيارڻ. ڪنهن معاملي بابت اڳواٽ صلاحڪار بنائڻ.

**اعتماد نامو:** ذ. اختيارنامو- سَنَدَ.

**اعجابُ:** ذ(ع) عجب- حيرت.

**اعجازُ:** ذ(ع) معجزو. وڏي ڪرامت. حيران ڪندڙ ڪم.

**اَعجَز:** ص(ع) وڌيڪ عاجز.

**اعدادُ**: ذ (ع: عدد جو جمع) انگ - عددَ.

**اَعداد شماري**: ث. ڳڻپ - شمار. آدمشماري.

**اعرابَ**: ث (ع) اکرکي چوريندڙ نشاني (زبر. زير. پيش).

**اَعرابي**: ص (ع) عربستان جي بهراڙيءَ جو رهاڪو - بدوي. مال جي سانگي سان گذاريندڙ خانبدوش - سانگي - مارُو.

**اعراضُ**: ذ (ع) منهن موڙڻ - پٺ ڏيڻ. نفرت - حقارت.

**اَعرافُ**: ذ (ع) دوزخ ۽ بهشت جي وچ وارو هنڌ (جو نه ڪي گرم آهي، نه ڪي سرد). قرآن شريف جي ستين سورة.

**اعزاء**: ذ (ع: عزيز جو جمع) پيارا مٽ مائٽ - عزيز دوست.

**اَعزازُ**: ذ (ع) عزت - مان - مرتبو.

**اعزازي**: ص. بنا اجوري - بنا عيوض - مفت.

**اَعشاري، اَعشاريه**: ص (ع) ڏهين حصي وارو. ڏهون. ڏهائي.

**اَعصابُ**: ذ (ع: عَصَبَ جو جمع) مُشڪون - بندڙيون (گوشت جون). حواس.

**اَعضا**: ذ (ع: عُضوَ جو جمع) عضوا - لڱ - بدن جا حصا.

**اَعضابَندي**: ث. سَنڌ جي هڏي جوڙڻ جو علاج.

**اَعظمُ**: ذ (ع) سڀ کان وڏو. تمام وڏو. عظيمُ.

**اَعليٰ**: ص (ع) تمام مٿاهون - اوچو - بلند. تمام وڏو. وڏي مرتبي وارو. عمدو.

**اَعليٰ حَضرت**: ذ. وڏي مرتبي وارو حضور. بادشاهي لقب.

**اعلانُ**: ذ (ع) اطلاع - ڄاڻ. پڌرائي - اشتهار.

**اعلان رسمي**: ذ. سرڪاري اعلان.

**اَعلمُ**: ص (ع) وڌيڪ ڄاڻندڙ - "عالم" جو تفضيل.

**اَعمالَ**: ذ (ع: عَمَلَ جو جمع) عمل - افعال. ڪرتوت.

**اَعمال نامو**: ذ. ڪمن جو تفصيل. ڪرگذاري. ڏوهن ثوابن جو دفتر.

**اَغراضُ**: ذ (ع. غرض جو جمع) غرض - مطلب.

**اَغلبُ**: ص (ع) وڌيڪ غالب. گهڻو ڪري - اڪثر.

**اغمازُ**: ذ (ع) اکين يا پِرن جو اشارو - غمزو.

**اغماض**: ذ (ع) چشمپوشي.

**اغوا**: ذ (ع) لالچائڻ - ڏاڙڻ. ڀڄائڻ. زوريءَ کڻي وڃڻ.

**اَغيارَ**: ص (ع: غير جو جمع) ڌاريا - اجنبي. پرايا - وپرا ماڻهو.

**اُفَ**: ذ (ع: اُف) ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ ڦوڪ ۽ جهٽڪ جو آواز. ڏک ۽ رنج جو آواز. (ف) ڦوڪَ.

**اُف ڪري ڇڏڻ**: اُڏائي ڇڏڻ - ڪرڻ - ڦُف ڪري ڇڏڻ.

**اُف نه ڪرڻ**: پرواهه نه ڪرڻ - ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍڻ.

**افادو**: ذ (ع) فائدو - لاڀ. سيڪرڻ ۽ سڪڻ جي حالت.

**افاديت**: ث (ع) فائدو - نفعو - لاڀُ.

**افاقو**: ذ (ع: افاقہ) سجاڳي. بيماريءَ مان اٿڻ - چڱيلائي.

**اُفتاد**: ث (ف) عاجزي - لاچاري. مصيبت.

**اُفتادگي**: ث. نمرتائي.

**اُفتاده**: ص. ڪريل. عاجز - ستايل.

**افتتاحُ**: ذ (ع) ڪم جي شروعات - آرنڀُ. نيڪ مردن جي گڏجتيءَ سان ڪم شروع ڪرڻ جي رسم.

**افتتاحي اجلاس**: ڪانفرنس وغيره جو شروعاتي ميڙاڪو.

**اَفتخارُ**: ذ (ع) فخر - وڏائي - ناز.

**افترا**: ث (ع) تهمت - الزام - بهتان.

**افترا پَردازي**: بهتان بازي - تهمت هڻڻ.

**اَفراتَفري**: ث (ع: افراط و تَفريط) پريشاني. گهٻراهٽ. ڀاڄڙ - ڇڙوڇڙ ٿيڻ.

**اَفراد**: ذ (ع. فرد جو جمع) جڻا - ماڻهو.

**اَفرادو**: ص. اوپرو - اوڇنو - ڌاريو.

**اَفراز**: ص. بلند - مٿاهون.

**افراط**: ث (ع) گهڻائي - واڌ. (ص) اَجائي - بيناندي.

**افراط و تَفريط**: ث. گهڻائي ٿورائي. بي اعتدالي.

**اَفروز**: ذ (ف) روشن ڪندڙ. اُجاريندڙ. سينگاريندڙ.

**اَفروغ**: ذ (ف: فروغ) روشنائي. شعاع. زيب وزينت.

**اَفزائش**: ث (ف) واڌ. واڌارو - گهڻائي.

**اَفزُود**: ذ. واڌ - گهڻائي - زيادتي. (ص) زياده - گهڻو.

**اَفزُودگي**: ث. زيادتي - اضافو - واڌ.

**اَفزُون**: ث. گهڻائي - جهجهائي - فراواني.

**اَفسانو**: ذ (ف) ڪهاڻي. عجيب قصو. ڪوڙي ڳالهه. نقل. داستان.

**اَفسانه نَويس**: ص. افسانو لکندڙ.

**اَفسانوي**: ص. هٿ جو ٺهيل قصو.

**اَفسَرُ**: ذ (ف) تاج - ڇٽ.

**اَفسُردگي**: ث (ف) اُداسي. رنجيدگي. مايوسي.

**اَفسُردَه**: ص (ف) مايوس - اُداس - دلگير - ڏکويل.

**اَفسوسُ**: ذ (ف) ڏک - رنج - غم.

**اَفسوس جا هٿ ملڻ**: پڇتائڻ - پشيمان ٿيڻ.

**اَفسوسناڪُ**: ص. ڏک جهڙو - ڏکدائڪ.

**اَفسُون:** ذ(ف) جادو. فريب. چالاڪي.

**اَفسون پَرداز:** ص. جادوگر- سحر.

**اَفسون گرِي:** ث. جادو- طلسم- منڊ.

**اَفشان:** ص(ف) ڇاريل- پکڙيل. اڇلايل.

**اَفشاءَ:** ظ. ظاهر- پڌرو- نروار.

**اَفشاءُ ٿيڻ:** نروار ٿيڻ- ظاهر ٿيڻ- کُلڻ.

**اَفصَح:** ص(ع) وڌيڪ فصاحت وارو- وڌيڪ فصيح.

**اَفضَلُ:** ص(ع) سڀ کان ڀلو. سڀ کان فضيلت وارو. تمام چڱو- بهترين. ڀلارو.

**افطارُ:** ذ(ع) روزي کولڻ جو عمل.

**افطارِي:** ث. روزي کولڻ وقت کاڌي جي شيءِ.

**اَفعالَ:** ذ(ع: فَعل جو جمع) ڪم- عمل. لڇڻ- ڪرتوت.

**اَفغانُ:** ذ. افغانستان جو رهاڪو- پٺاڻ.

**اَفغاني:** ث. افغانن جي ٻولي- پشتو. (ص) افغانستان سان تعلق رکندڙ.

**اُفقَ:** ث(ع) زمين ۽ آسمان گڏ ڏسجڻ واري خيالي جاءِ- حَدنظر.

**اُفقِي:** ص. اُفق وارو- آسماني- آفاقي.

**اَفڪارَ:** ذ(ع: فڪر جو جمع) خيالَ- ويچار.

**اَفگارُ:** ص(ف) زخمي- ڦٽيل- مجروح.

**اَفگندو:** ص(ف) اُڇليل- ڪيرايل. خسيس- نيچ.

**اَفنگندگي:** ث. (ف) نيچ ڪاني. چنبائي. نيز- نوڙت.

**افلاسُ:** ذ(ع) سڃائي- ڪنگاليتو. نڌاري- تنگدستي. غربت- مسڪيني.

**اَفلاطُونُ:** ذ(ت) يونان جو مشهور فيلسوف (جنهن "الاهي حڪمت" جو بنياد وڌو). (ص) ڏاهو- عقلمند- داناءُ. حرفتي- اٽڪلي.

**اَفلاڪَ:** ذ(ع: فَلَڪ جو جمع) آسمانَ- اُڀَ.

**اَفواج:** ث(ع: فوج جو جمع) فوجون- لشڪرَ- سپاهَ.

**اَفواه:** ذ(ع. فوه جو جمع) هُلَ- هاواتو. ڊپ يا حيرت واري بي بنياد ڳالهه.

**اُفواهي:** ص. غير معتبر- اجائي- بي اصل- بي بنياد (ڳالهه).

**افهامُ:** ذ(ع) فهم جو جمع- سمجهه.

**اُقائڻُ:** م. ڇنهڻ. نڪر جي نئين ٿانوڪي پاڻيءَ ۾ پچائڻ.

**اُقتَ:** ظ. انهي هنڌ تي- اُتي جو اُتي. انهي دم. صفا- بنهه. نڙٽپ.

**اُقتَ مارُ:** ص. اُتي جو اُتي ماري ڇڏيندڙ. صفا ماري ڇڏيندڙ.

**اَقُرُ:** ذ. بي اونو- بي فڪرو. ڳڻتيءَ کان سواءِ.

**اُقراتو:** ذ. ٻن يا وڌيڪ ڀڙن واري گيهه ۾ پڪل ماني.

**اُقرڪَڻُ:** م. ننڊ ۾ ڳالهائڻ- وڦلڻ. ڦُنڊڻ. اُپامڻ (کير).

**اُقَتَڻُ:** م. ڦُنڊڻ- اُقرڪڻ. اُپامڻ. ڦٽڻ (کير جو). تڪبر ڪرڻ.

**اُقِيرڪو:** ص. متا چڙيل. ڦنڊيل- اقرڪيل.

**اَقارِبَ:** ذ(ع: قَريبُ جو جمع) ويجها مائٽ.

**اقامَتَ:** ث(ع) نماز لاءِ کڙو ٿي بيهڻ جو عمل- بيهڪ. ٽڪڻ.

**اقامت گُزِين:** ص. رهندڙ- رهاڪو.

**اقبالُ:** ذ(ع) بلندي- اوج- عروج. عزت- مان. ڀاڳ- نصيب. نيڪ طالع.

**اقبال مَندُ:** ص. ڀلي ڀاڳ وارو- خوشنصيب.

**اقبالِي:** ص. ڏوهه جو اعتراف ڪندڙ.

**اقتَباسُ:** ذ(ع) چونڊ (تحرير مان ڪن لفظن جي). تصنيف ۾ ٻئي جي لکت جو ورتل ڪجهه حصو.

**اقتداءَ:** ذ(ع) پيروي. پيش امام جي پويان نماز جي ادائگي.

**اَقتدارُ:** ذ(ع) طاقت- قوت. عزت- مرتبو. عهدو.

**اقتصاد:** ذ(ع) صَرفو- ڪفايت.

**اقتصادي:** ص(ع) معاشي- مالي.

**اقتصاديات:** ث(ع) ناڻي جي پيدوار ۽ ورهاست بابت علم.

**اقتضا:** ث(ع) ضرورت- گهرج.

**اقدارَ:** ذ(ع: قَدَرُ جو جمع) قدرُ- مُلهه ۽ ماڻ. گڻَ- خصوصيتون.

**اَقدامَ:** ذ(ع: قَدمَ جو جمع) قدمَ- اُپاءَ. وسيلا.

**اقدامُ:** ذ(ع) پيش قدمي- اڳرائي. قدم.

**اَقدَسُ:** ص. سڀنيءَ کان پاڪ- وڌيڪ پاڪ.

**اقرارُ:** ذ(ع) انجام- واعدو. قول- سخن. ميڃتا- قبوليت- هائوڪار.

**اقرار نامو:** ذ. قبوليت يا واعدي جي لکت- عهدنامو.

**اقرارِي:** ذ. اقرار ڪندڙ- قبول ڪندڙ. انجامي. اقرار ڪيل.

**اقرارِي ٿيڻ:** ڏوهه جو قبولدار ٿيڻ. اقرار ڪرڻ. انجام ڪرڻ.

**اَقرآن:** ذ(ع) مڪي ۾ احرام ۾ عمرو ۽ حج ادا ڪرڻ جي حالت.

**اَقرَبُ:** ظ. تمام ويجهو- قريب.

**اَقربا:** ذ(ع. قريب جو جمع) ويجها مٽ مائٽ- عزيز قريب.

**اقسامَ:** ذ(ع: قسم جو جمع) نمونا- جنسون.

**اَقصيٰ:** ظ. سڀ کان پري- وڌيڪ پري. (اسم خاص) مسجد اقصيٰ.

**اَقل:** ص(ع) بيحد ٿورو- تمام قليل.

**اَقلِيت:** ث(ع) ٿورڙائي.

**اُقليدَس:** ذ(يوناني) علم رياضي.

**اقليمُ**: ذ (ع) ولايت- مُلڪ.

**اَقوالَ**: ذ (ع: قول جو جمع) نصيحتون. گفتا- ڳالهيون.

**اَقوامُ**: ذ (ع: قوم جو جمع) قومون. فرقا.

**اقيانُوسُ**: ذ (يوناني) وڏو سمنڊ- مها ساگر.

**اَڪُ**: ذ. هڪ مشهور وڻ.

**اَڪُ ٽَنڙو**: ذ. اڪ جي ٻوٽي جو ڦُڙ- اڪ جو انب.

**اَڪ پوڪڻ**: ڪنهن سان بدنيتي نه هلڻ.

**اَڪ جو ٻُنڊ**: ڪمزور. نازڪ (ماڻهو).

**اَڪ جي ماکي**: سولي ڳالهه- تمام آسان ڪم.

**اَڪ جي ماکي لاهڻ**: تڪليف کانسواءِ ڪم پورو ڪرڻ. مفت ۾ فائدو حاصل ڪرڻ.

**اَڪ سنَي**: ٿ. اَڪ جي سڪل چوڏي جون تندون.

**اَڪ ڦَلڙي**: ٿ. اَڪ جو ڳل.

**اَڪ ڪارا ڪرڻ**: ڪچهري ڪرڻ. اونڌو ڪم ڪرڻ.

**اَڪ مَڪڙ**: ذ. هڪ قسم جو جيت- سانو مڪڙ.

**اَڪ وات ۾ اچڻ**: ڳٽو ڳالهائڻ. ڪاوڙ ۾ اچڻ.

**اَڪن تي اٽو هارڻ**: اجايا ڪم ڪرڻ. بي سود ڪوشش ڪرڻ.

**اَڪن تي پارو پوڻ**: غريبن ۽ هيڻن سان ناسورو ظلم ٿيڻ.

**اَڪ سان اک اُگهڻ**: ڏسي وائسي جوکائتو ڪم ڪرڻ.

**اَڪن جي واڙ ۾ ويهڻ**: ڪمزور بنجڻ- هيڻو ٿيڻ.

**اَڪن سان ڪنهڻ**: نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ. ڏاڍن سان هٿ اٽڪائڻ.

**اَڪن ڪان انب گهرڻ**: بخيل ۾ نفعي جي اميد رکڻ.

**اَڪن ۾ انب لڳڻ**: ناممڪن ڳالهه ٿيڻ.

**اُڪَ**: ٿ. ڪُهيٽ- پوست- رڱ. اَچ- پياس. اُڪير- سِڪ.

**اُڪ ڪنگهه**: ٿ. سڪي ڪنگهه.

**اَڪابرُ**: ص (ع: اڪبر جو جمع) وڏو بزرگ. نالي وارو. مدبر. ڏاهو- سيانو.

**اَڪاجُ، اَڪاڄُ**: ص. بيڪار- نڪمو. بي همت. بي هنر.

**اڪارتُ**: ص (س) اجايو- بي فائدو.

**اَڪارڻ**: ظ. بي سبب- حق ناحق.

**اُڪارڻ**: م. پارنگهائڻ- بي ڪنڌيءَ رسائڻ.

**اُڪاس**: ٿ. اُڪير- سڪ- تانگهه- طلب.

**اُڪاسڻ**: م. سڪڻ- چاهڻ- واجهائڻ.

**اَڪالُ**: ذ (س) ڏڪار- قحط. مهانگائي.

**اَڪال پَنتُ**: ذ. سکن جو هڪ فرقو.

**اَڪالو**: ص. ڪمهلو- بي وقتو.

**اَڪالي**: ذ. اَڪال پنٿي (سک)- گروگوبند سنگهه جو پوئلڳ.

**اَڪالي دَل**: ذ. اَڪالي سکن جو ٽولو. ڀارت ۾ سکن جي هڪ جماعت جو نالو.

**اُڪائڻ**: م. چُڪتو ڪرڻ (حساب). روانو ڪرڻ- موڪلڻ.

**اَڪائونٽُ**: ذ (انگ) حساب- ليکو چوکو.

**اڪائونٽنٽ**: ذ (انگ) خزانچي.

**اڪائونٽنٽ جنرل**: ذ. ناڻي کاتي جو اعلي عملدار.

**اَڪبرُ**: ص (ع) سڀ کان وڏو- وڏيڪ وڏو. (ذ) ذات تعالي جو هڪ صفتي نالو.

**اڪبري حَج**: ذ. وڏو حج- جمعي جي ڏينهن وارو حج.

**اڪتسابُ**: ذ (ع) آمدني- پيدائش- حاصلات.

**اڪتسابي**: ص. حاصل ڪيل. اصلي ان پيدائشي (شيءِ). طبع جي زور تي حاصل ڪيل علم (خدائي ڏات نه). غير موروثي مرض.

**اڪتفا**: ٿ (ع) ڪفايت. قناعت- پورت.

**اڪتفا ڪرڻ**: قناعت ڪرڻ. راضي رهڻ.

**اَڪَٿُ**: ص. ڪٿڻ يا چوڻ کان ٻاهر- بي انداز- بي بيان.

**اَڪَٽُ**: ذ (انگ) ميونسپل محصول- ناڪو.

**اَڪثر**: ص (ع) وڏيڪ- زياده- گهڻو. (ظ) گهڻو ڪري- عموماً.

**اَڪثر اوقات**: ظ. گهڻو ڪري- خاص ڪري- ٻره.

**اَڪثري**: ظ. اڪثر ڪري- عموماً.

**اَڪثريَت**: ٿ (ع) گهڻائي- جهجهائي- هڪ پارٽيءَ جي ميمبرن جي گهڻائي.

**اَڪَرُ**: ص. مهانگو- آڪرو. ڏکيو- محال. ڏڪر. ڪال- قحط.

**اُڪَرَ**: ٿ. ڪاٺيءَ، پٿر يا ڌاتوءَ تي چٽسائيءَ جو ڪم.

**اڪرامُ**: ذ (ع) عزت- آبرو- تعظيم. بخشش- مهرباني.

**اڪراهُ**: ذ (ع) زور- زبردستي. ناخوشي. نفرت.

**اَڪَر تَرڪ**: فعل. گرامر ۾ هڪ صنعت جو نالو- فاعل کان سواءِ فعل.

**اَڪردو**: ذ. آچو. نويڪمو.

**اُڪَرسُ**: ٿ. ڪُهيٽ- پوست. گرميءَ جو ورم. رڱ.

**اَڪرمُ**: ص. وڏيڪ ڪرم وارو. ٻاجهارو. سخي- فياض.

**اُڪرڻُ**: م. نڪرڻ- ٻاهر وجهڻ- ڀرجڻ. ڪاٺ، پٿر يا ڌاتوءَ تي چٽ ڪرڻ.

**اُڪري وڃڻ**: نڪري وڃڻ- ڀرجي وڃڻ.

**اکَڙُ:** ذ.هڪ قسم جو اوپڙ (خرينءَ ٿئي).

**اَڪُڙَڻ:** م.مال جو ڪَنڊ ورائي چَرڻ.

**اَڪَڙِي:** ٿ.دوائن ۾ ڪتب ايندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو.

**اَڪَسُ:** ذ.دشمني-وير.ساڙ-تيسو.ضد.

**اُڪَسَ:** ٿ.گُهٽَ-اُٻس.

**اُڪسائڻُ:** م.ٻڙڪائڻ.چاهپيدا ڪرڻ.

**اَڪسِي:** ص.دشمن-ويري.اندرڪُنبو-دغاباز.

**اَڪسِيرُ:** ذ(ع) ٽامي کي سون بڻائيندڙ دوا- ڪيميا.هڪ تڪ دوا.
(ص) نهايت مفيد.

**اِڪفاء:** ذ(ع) شاعريءَ ۾ قافيي جو هڪ عيب (جنهن ۾ حرف رَوِي مختلف هجي).

**اَڪَلُ:** ص(سن) اڻ چٽل-اڻ ورهايل.

**اُڪلاَءُ:** ذ.ڪم جو نيڪال-پورائو.جلدائي-ڦڙتي.

**اُڪلائڻُ:** م.جلدائي ڪرڻ-ڦڙتي ڪرڻ.هٿ هلائڻ (ڪم ۾).
نبيرو ڪرڻ.جند ڇڏائڻ.

**اُڪلَڻُ:** م.نيڪال ٿيڻ-پورو ٿيڻ (ڪم).پُڄڻ (ڳالهائڻ).
اُجهڻ (ڪم).

**اِڪليلُ:** ذ(ع) اک جي ڪارڻ ۽ سفيديءَ جي حد.تاج-ڇَٽ.

**اِڪَليل الجَبل:** ٿ.سرهي ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

**اَڪمَل:** ذ.وڌيڪ ڪامل-سمپورڻ.

**اَڪَنٿُ:** ص.لازوال-غيرفاني.

**اَڪَنُ چَڪَنُ:** ص.عاشق-مفتون.قربان-صدقو.

**اُڪَنڊ:** ٿ.سڪَ-اُڪير.تانگهه.پيار جي ڇڪَ.انتظار.

**اُڪند پرجڻ:** سِڪ سبب دل پرجڻ-تمام گهڻي سِڪ لڳڻ.

**اُڪَندجَڻُ:** م.سڪڻ-اُڪيرجڻ.تانگهائڻ-واجهائڻ.

**اُڪنديو:** ذ.سڪايل-سڪندڙ.(ٿ.اُڪندي).

**اڪو:** ص.هڪڙو.هڪ عدد.يَڪو (ٽ ۾ راند ۾).

**اُڪو:** ظ.يڪو-سڄو-ڪُل.سربستو-سمورو.علي الحساب-
دوم شوم.(ٿ.اُڪي).

**اُڪو ڏُڪو:** ظ.اٽڪل روءِ-اندازي سان-يڪوئي.

**اُڪو مُڪو:** ظ.ٻَڌو-سربَستو.

**اِڪوهي:** ٿ.ڀنگ جهڙو هڪ نشيدار پسار ڪووکر.

**اِڪوئي:** ٿ.چمڙيءَ جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

**اُڪوئي:** ظ.مڙيئي-سمورو-سڀ.

**اُڪوئي وِڃڻ:** م.گهيڙو وڃڻ-بند وڃڻ.

**اُڪي:** ٿ.ڏک-مشڪلات.بدبختي-نياڳ.

**اڪي:** ص.اهو عدد.جيڪو ٻن سان ونڊي نه سگهجي-طاق.

**اڪي ٻَڌي:** ٿ.هڪ قسم جي ٻاراتي راند.

**اَڪيچارُ:** ظ.بي انت-بي شمار-بي انداز.

**اَڪيڊمي:** ٿ(انگ) علم ۽ ادب کي ترقي ڏيندڙ ادارو.

**اُڪيرَ:** ٿ.دل جي ڇڪَ-سڪَ-اُڪند.انتظار.پيار-قرب.

**اُڪيرڻ:** م.اُڪير ۾ وجهڻ-سڪ ٿيڻ.

**اُڪيرَڻ:** م.اُڪر ڪرڻ-نقش ڪڍڻ.

**اُڪيل:** ٿ.اُڪلاءُ.جلدائي-تکڙ-تيزي.

**اَڪيلائي:** ٿ. هيڪڙائي. هيڪلائي- تنهائي. ڇڙائي
نويڪلائي-خلاصگائي.

**اڪيلڙو:** ص.اڳ ڄايو (اولاد).(ضد.سڪيلڙو)

**اڪيلو:** ص.هڪڙو-ڇڙو.هيڪلو-تنها.جدا-الڳ.(ٿ.اڪيلي)

**اَڪيلو اَڪيلو:** تَن تنها-جنهن جو ڪو ساٿي يا صحبتي نه هجي.

**اَڪيلي وڻ هينان لنگهڻ:** ڀوت وغيره جي اثر هيٺ اچڻ.

**آکِ:** ٿ (سن: اَکش) نيڻ- چشم- عين. نظر. وڻ يا ٻوٽي جو
گوشو.وڻن ۾ ٽاري نڪرڻ وارو هنڌ.

**آک آلي ٿيڻ:** اکين ۾ پاڻي تري اچڻ-روئڻ.

**آک اُٿڻ:** اک تي اوبر ٿيڻ.اک ۾ سور ٿيڻ.

**آک اَٽڪائڻ، اک اَڙائڻ:** نينهن لائڻ-عشق ڪرڻ.

**آک اَڙڻ:** نينهن لڳڻ-محبت ٿيڻ.

**آک اَشهَد:** "اشهد" واري اک-پاڪ ديدار واري اک.

**آک بچائي وڃڻ:** لڪي ڇپي هليو وڃڻ-کسڪي وڃڻ.

**آک ٻَڌڻ:** چشم بندي ڪرڻ-جادو ڪرڻ.

**آک ٻُوٽَ:** ٿ. هڪ ٻاراتي راند- لڪ لڪوٽي. چشم پوشي.
بيحيائي.بي مروتي.

**آک پڃڻ:** اک سان اشارو ڏيڻ.اک سان عشق جو پيغام ڏيڻ.مخفي
اشارو ڪرڻ.

**آک ترڪڻ:** ٿورو نظر اچي وري گم ٿي وڃڻ.

**آک تي پَٽي ٻَڌڻ:** بي اونو ٿيڻ.ٻَڪ ڪرڻ.

**آک تي چڙهڻ:** ڏسڻ ۾ اچڻ.

**آک تيٽ:** ٿ.اٽڪل سان ڏسڻ.اڻ لکي طرح نظرداري ڪرڻ.تاڙ-
سنڀال-نظرداري.

**آک پائڻ:** نظر وجهڻ-تَڪڻ.خواهش ڪرڻ.

**اَک پَٽَڻ:** اک کولڻ. سجاڳ ٿيڻ- بيدار ٿيڻ. خبردار ٿيڻ. ننڊ مان جاڳڻ. وقت ۽ حالتن کي سمجهڻ.

**اَک پُورڻ:** ننڊ ڪرڻ- ٿوري دير لاءِ سمهڻ. مري وڃڻ. بيحيا ٿيڻ.

**اَک جو ڪَنڊو:** دشمن. رقيب.

**اَک جو پاڻي نہ سڪڻ:** ساندهہ ڏک ڏسڻ.

**اَک جي مَر ڪڍڻ:** بيحيائي ڇڏائڻ. هٺ ڇڏائڻ لاءِ هدايت ڪرڻ.

**اَک جي مَک مارڻ:** اکر بہ اکر ڪڻ.

**اَک ڇَهري ڪرڻ:** هار سينگار ڪرڻ. ناز ڪرڻ.

**اَک ڇِنبَ:** ث. اکين ڇنڀڻ جيترو وقت- ڪن- پلڪ. (ظ) جهٽ پٽ ۾. جلدي.

**اَک ڏيکارڻ:** ڪاوڙمان گهوري ڏسڻ. ڏڙڪو ڏيڻ. ڌيجارڻ- هيسائڻ.

**اَک ڍِيگهہ:** ث. ٿورو فاصلو- ڪجهہ پنڌ- حد نظر.

**اَک رکڻ:** چوڪسي ڪرڻ- نظرداري ڪرڻ.

**اَک ڦڙڪڻ:** اک جي پلڪن جو ڏڪڻ (سوڻ يا بدسوڻ).

**اَک ڦيرڻ:** منهن موڙڻ. انڪار ڪرڻ.

**اَک ڪاڻ ڇڏڻ:** حجاب نہ ڪرڻ. لڄ حياءُ گهٽ ڪرڻ.

**اَک ڪڍڻ:** اک ڪاڻ ڪتو ڪرڻ. نقصان وجهڻ.

**اَک ڪُرڙي ڪرڻ:** ڪاوڙمان نهارڻ.

**اَک کلڻ:** خوشي حاصل ٿيڻ.

**اَک کُلڻ:** سجاڳ ٿيڻ. خبر پوڻ. سمجهہ اچڻ. تجربو حاصل ٿيڻ.

**اَک کٽي نہ ڏسڻ:** نظر نہ ملائڻ. پشيمان ٿيڻ. حياءُ ڪرڻ. لاپرواهہ ٿيڻ.

**اَک کڻي نہ سگهڻ:** همت نہ ڌارڻ.

**اَک لَڄا:** ث. اکين جو شرم- اک جي لڄ.

**اَک لڳڻ:** ننڊ اچڻ. ننڊ جي شروعات ٿيڻ. اک ٽڪڻ- پريت ٿيڻ.

**اَک مارجي وڃڻ:** نظر گهٽ ٿي وڃڻ.

**اَک مان ڪڍڻ:** مٺا چري نظر وجهڻ.

**اَک ۾ ٿيڻ:** ڪنهن جي نظر ۾ هئڻ- دشمن يا حاسد جي بُري نظر ۾ هجڻ.

**اَک ۾ سُرمو وجهڻ:** ٺڳي ڪرڻ- بيوقوف بنائڻ.

**اَک ۾ ڪَنڊو پوڻ:** بدگمان ٿيڻ.

**اَک نہ اُٿڻ:** ذري بہ ٽڪيف نہ ٿيڻ.

**اَک نہ ٻُڏڻ:** ڌيان ۾ نہ آڻڻ. پرواهہ نہ ڪرڻ.

**اَک نڪرڻ:** سخت تپت هئڻ. ٻوٽي ۾ سنو ڦٽڻ.

**اَک وجهڻ:** گهور ڪري ڏسڻ- چتائي ڏسڻ. لالچ رکڻ. بُري نظر سان ڏسڻ.

**اَک هڻڻ:** ڪ شيءِ حاصل ڪرڻ جي خواهش هئڻ.

**اُڪاڙڻ:** م. اکيڙڻ- اکوڙڻ.

**اُڪتو:** ٿڪتو. ٻيٺو. اڪتي وڌي ويو.

**اَکُٽَ:** ص. اڻ کُٽ- بيشمار. تمام گهڻو

**اُکٽ:** ث. اوگهڙ. رسوائي- بدنامي.

**اَکَرُ:** ذ (ص: ڪَشَر) حرف. سخن. ميار- ڏوراپو. سبب.

**اکرن ۾ اَڙي پوڻ:** نکيل ڳالهہ جو حاصل مطلب نہ اچڻ.

**اکر بہ اکر:** ظ. حرف بہ حرف. هوبهو. سربستو- سمورو.

**اکر پوري:** ث. سڪي جاپ پسا.

**اکر پُوري ڪرڻ:** هڪ هيڪ تي ڪرڻ- فيصلو ڪرڻ.

**اکر ڌاتُو:** ذ. اکرن جو بنياد- اشتقاق.

**اکر شَناسي:** ث. اکرن سڃاڻڻ، پڙهي وڃڻ جيتري ڄاڻ.

**اکراڻ:** ث. ڪنهن بہ رڌل شيءِ جو ترو وارو سڙيل حصو- ڪُرڙ- کُرچڻ.

**اُکَرَڻُ:** م. ريج جو ٺڪڻ- ريج ڪيل زمين جي وَٽ ٺڪي وڃڻ.

**اُکرو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو. اک ٽڻ واري حالت.

**اُکرو:** ذ. مصنوعي ڪٽڻ يا جانورن چڙڻ لاءِ ڪاٺ. پٿر وغيره جو ڪوندو.

**اکري:** ث. اکرن جو شمار- حرف شماري.

**اُکري:** ث. ڏسو "اکرو". دروازي جي طاقڻ لاءِ چانئٺ ۾ ٺيل سوراخ.

**اُکريءَ ۾ پاڻي ڇڏڻ:** اجائي محنت ڪرڻ.

**اُکريءَ ۾ مٿو وجهڻ:** جاڻي ٻجهي پاڻ کي مصيبت ۾ ڦاسائڻ.

**اُکڙڻُ:** م. پاڙئون پٽجڻ. سنڌن ڪان نڪرڻ. اُدڙڻ. ٽٽڻ- ڇجڻ.

**اکڙوٽُ:** ذ. سڪل ميوي جو هڪ قسم.

**اکڙوٽ اکيو:** ص. وڏين اکين وارو- دوڏر.

**اکڙي:** ث. برقعي يا چادر مان نهارڻ لاءِ اک جيتري وٿي.

**اکڙيارو:** ص. ڏکهي نظر وارو- دور انديش.

**اُکَل:** ث. جانورن جو مٿي يا سڱ سان هنيل ڌڪ- ٽوٽو. هرچونڊ. کَرَ سان ڌڪ.

**اُکلون هڻڻ:** حد بو نٺڪ ڪرڻ. ٽيون ٽڪرون هڻڻ. طعنا هڻڻ. ڌپ ٿڻ- هيسائڻ.

**اُکلڻ:** م. ڪڙڻ.

**اُکِلو:** ذ. ردي- بيڪار. نقصانڪار. ڏڻپيد ڪندڙ.

**اَکَنڊُ:** ذ (سن) سڄو- سلم- ثابت (اَ=نه+کَنڊ=ڀاڱو).

**اکنڊ جوت:** ث.دائمي سوجهرو.

**اَکو:** ذ (سن: اَکشَتَ) ڀاڻ يا سونءِ وقت اُڇلايل چانورَ. هندن جي هڪ ڪريا ڪرم موجب درياءَ ۾ پيٽ طور اڇلايل چانورءِ ڏيا.

**اکو پائي اڇڻ:** ناتو ڇنڻ- وهنوار ختم ڪرڻ.

**اَکا پئڻ:** خيرت گهرڻ- پيشاونس.

**اَکا هڻڻ:** ڪنواريتي طرفان گهوٽ جي منهن ۾ لائڻ تي اڇڻ مهل چانورا ڇلي هڻڻ (شاديءَ جو سونڻ)

**اَکو ڦلو:** ذ.ٿورو ڪاڏو.نيرن پاتي.ٽڪر پاتي.کوه يا پاتيءَ ۾ ڏيوءِ چانورا ڇلائڻ جي رسم.

**اَکوٿو:** ذ.اک جو دوڏو.

**اُکو پَکو:** ذ.ٿورگهڻو.انتظار- اوسيئڙو.

**اُکوڙَڻُ:** م.ڪنهن شيءِ کي لوڏي ڍرو ڪرڻ- اُکيلڻ.پاڙئون پٽڻ.

**اُکولڻ:** م.ڪنهن شيءِ کي اُلوڙڻ- اُکيلڻ.کولڻ- پٽڻ.ڍرو ڪرڻ.

**اُکي:** ث.ڏورن جو ويڙهه مهل ڪرن سان ڪوتهڙو.ٿونو- ديه.

**اُکين تي ڪَٽڻ:** سڱن تي کڻڻ.ڌمڪيون ڏيڻ.جٺ ڦٺ ڪرڻ.

**اَکيارِي:** ث.وڻ جي اکين تي چڙهيل ڪوپن تي ٻڌڻ جو ڪپڙو- اَنڌاري.

**اکيارِي چڙهڻ:** مغروريءَ ۾ انڌو ٿيڻ.

**اَکيارِيون لهڻ:** سبق حاصل ڪرڻ.چڙو گم ٿيڻ.

**اَکيتُ:** ذ.زمين جي پيدائش مان آهتي ڪي ڏنل ڀاڱو- آهت.

**اُکيڙَڻُ، اُکيلڻ:** م.اُديڙڻ.کولڻ (سِٽ).پاڙئون پٽڻ.تباهه ڪرڻ.

**اَکيو:** ذ.ونوءَ ۾ ڪنوار جي منهن تي ٻڌل ڪپڙو.ڍڳي جي اکين تي چڙهيل ڪوپ.

**اَکيُون:** ث (اک جو جمع) چشم- عين.

**اکيان پوڻ:** نفرت ٿيڻ.نڌوتڻ.

**اکين اَڇو:** ص.بيحيا- بيشرم.انڌو.

**اکين اڳيان:** ظ.سامهون.روبرو.حاضر- موجود.

**اکين اڳيان اونده اچڻ:** سڌ ٻڌ هلي وڃڻ.واتڙوءِ پريشان ٿيڻ. بيهوش ٿيڻ.

**اکين اڳيان ڦرڻ:** تصور ۾ اچڻ.ڦرڻ- سُجهڻ.

**اکين ٻُوٽُ:** ص.بيحيا- بيشرم- ساڃهه کان نڪتل.بي مروت.

**اکين تي پردا چڙهڻ:** انڌو ٿيڻ.ساڃهه وڃائڻ.

**اکين تي رکڻ:** خوشيءَ سان قبول ڪرڻ.

**اکين تي گُذارڻ:** سڄي رات جاڳڻ- انتظار ڪرڻ.

**اکين تي لَٽ چڙهڻ:** ڪاوڙ ڪرڻ.بيحيا ٿيڻ.

**اکين تي ويهارڻُ:** حد کان وڌيڪ قدر ڪرڻ.وڏي تعظيم ڏيڻ.

**اکين ٺارُ:** ص.نيڻن ٺار.تمام پيارو.

**اکين پُورُ:** ص.بي ساڃاهو- بي ديد.بيشرم.احسان فراموش- ڳڻ چور.

**اکين جا اولا لهڻ:** ڏک سور ختم ٿيڻ.

**اکين جو ڏِءُ هڻڻ:** ٿورو سهارو يا آٿت هڻڻ.

**اکين ڏٺو:** ظ.ظاهر ظهور ڏٺل.

**اکين سان:** ظ.دل جان سان- خوشيءَ سان.

**اکين سَڄو، اکين وڏو:** ص.معذور- انڌو.

**اکين سمنو:** ص.دائمي بيمار.لاچار.

**اکين ڳَاڙهو:** ص.رعبدار- حشمتي.ڪاوڙيل.

**اکين مان آب اوتڻ:** تمام گهڻو روئڻ.

**اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ:** انڌو ڪري ڦرڻ. ويساهي ڦرڻ. دولاب ڪرڻ- ٺڳڻ.

**اکين ۾ موريسر پوڻ:** ڏسڻ ۽ سڃاڻڻ واري نظر گهٽجڻ- بصيرت ۾ نقص پيدا ٿيڻ.

**اکين ۾ وسڻ:** هميشه ياد رهڻ.

**اکيون آڏو اچڻ:** لحاظ ڪرڻ- محابو ڪرڻ.

**اکيون آسا بند هڻڻ:** سهارو يا آسرو هڻڻ.

**اکيون اُڏامڻ:** واٽون نهارڻ- انتظار ڪرڻ.

**اکيون ٻرڻ:** ڪاوڙجڻ.اکين ۾ سُور ٿيڻ.

**اکيون ٺرڻ:** خوش ٿيڻ- راضي رهڻ.

**اکيون پٿرڻ:** اکيون وڇائڻ.تمام گهڻي عزت ڏيڻ.جيءَ ۾ جاءِ ڏيڻ.

**اکيون پٽجڻ:** هوش ۾ اچڻ.خبردار ٿيڻ.

**اکيون پُوري ڇڏڻ:** لاغرض ٿيڻ.اڻڏٺو ڪرڻ.

**اکيون جاءِ ڪرڻ:** ڌيان ڪرڻ.هوش ڪرڻ.خبردار ٿيڻ.

**اکيون چرخ ٿيڻ:** حيران ٿيڻ.واتڙو ٿيڻ.

**اکيون ڇت ۾ کُپڻ:** سڪرات ۾ اچڻ.

**اکيون ڏرا ڏيڻ:** تمام ضعيف ٿيڻ- اکين ۾ کڏون پوڻ.

**اکيون رت ڇڏڻ:** تمام گهڻو ڪاوڙجڻ.تمام گهڻو روئڻ.

**اکيون سيڪڻ:** بدنيتيءَ سان نهارڻ.

**اکيون ڦرڙائڻ:** هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ.ڪاوڙمان ڏسڻ.

**اکيون ڦوٽارڻ:** ڪاوڙمان ڏسڻ.

**اکيون ڦيرڻ:** منهن مٽڻ.

**اکيون ڪاپار ۾ هئڻ:** تمام گهڻو مغرور هئڻ.

**اکيون ڪڍڻ:** ڪاوڙ ۾ نهارڻ. سخت سزا ڏيڻ.

**اکيون ڳريون ٿيڻ:** اکين ۾ ننڊ جو خمار چڙهڻ.

**اکيون مَندڻ:** جادو ڪرڻ. بيخبريءَ ۾ ڪنهن جي شيءِ نِڳائي وڃڻ.

**اکيون وڇائڻ:** انتظار ڪرڻ. نهايت عاجزيءَ سان مرحبا ڪرڻ.

**اکيون هيٺ ڪرڻ:** ٺڪي ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ. بيحيا ٿيڻ.

**اگَر، اگرچه:** ظ (ف) جي- جيڪڏهن- جيتوڻيڪ.

**اگُر:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جي ڪاٺي خوشبودار ٿئي)- عود.

**اگرَتي:** ث. اگر وڻ جي ٻوري مان ٺهيل تيلي (جيڪا خوشبودار دونهون ڏئي).

**اگرَ تَگرُ:** ذ. سموري رقم ۽ سامان- هڙ موڙي- موڙي ۽ ٺعو. المتنه.

**اگردانُ:** ذ. گربتي ٻاري رکڻ جو ٿانءُ.

**اگرو:** ص. مڪروه- ان وڻندڙ (سواد). ٻڙڪ ڏيندڙ. بدذائقي (ث. اگري).

**اگلائي:** ث. ميرائي- گدلائي (ڪپڙي ٿئي ۾).

**اگلو:** ص. گدلو- ميرو. (ث. اگلي).

**اگني:** ذ. باهه جو ديوتا.

**اگني پُوڄا:** ث. آتش پرستي.

**اگوچرُ:** ص. جو ڏسي ۽ محسوس ڪري نه سگهجي- الک. مخفي.

**اڳُوندرُ، اڳوندرو:** ص. بي غمو. بيپرواهه. جهجهو- ان ميو.

**اگيانُ:** ص (س) بي سمجهي- نداني- بي عقلي.

**اڳُ:** ذ. مُنڍ- مُهڙ. منهن. اڳيون پاسو. مهڙ. اڳيون وقت. (ظ) اڳيون- اول- پهريون. سامهون. اڳيان- اڳتي.

**اڳُ ٻڌڻ:** حرفت سان ٻئي جي دل جو حال معلوم ڪرڻ- ڳلتو ٻڌڻ- اڳ وٺڻ.

**اڳ ٻڌي:** ث. دلبو ننگي. حڪمت عملي.

**اڳيرو:** ظ. ڪجهه اڳتي. ٿورو اڳيان. پريرو.

**اڳتي:** ظ. اڳيرو. اڳيان. آئندي- هن کان پوءِ.

**اڳُ پوءِ:** ظ. اڳيان پٺيان- اڳو پيڇو. ڪڏهن ڪڏهن. ڪنهن به وقت.

**اڳ پوءِ جاچڻ:** دوراند يشي ڪرڻ. سنڀالي قدم کڻڻ.

**اڳ پوءِ ڪرڻ:** اڳيان پٺيان ٿيڻ- خوشامد ڪرڻ. خدمت چاڪري ڪرڻ. دل مان هٽڻ- پڇتو ٿيڻ.

**اڳ جهلڻ:** رستي روڪ ڪرڻ- ڏڳ جهلي بيهڻ.

**اڳ ڄائو، اڳايو:** ص. اڳئين گهر مان ڄاول ٻار. (ث. اڳ ڄني).

**اڳ چيت:** ث. دوراند يشي- ڳتڳوت.

**اڳ ڏائو:** ص. ستين پيڙهي شاهوڪار- بنيادي تونگر.

**اڳ ڦرڻ:** رستو روڪڻ. رنڊڪ وجهڻ. مخالفت ڪرڻ.

**اڳ ڳڻتي:** ث. اڳ ويچار- دوراند يشي.

**اڳ وٺڻ:** سامهون اچڻ- اڏوا چڻ. ڏڳ جهلي بيهڻ.

**اڳ وڏو:** ص. اڳوان- مهندار- پيشوا.

**اڳ وسُوڙل:** اڳئي اعتبار ۾ آندل- ويساهه ڪريل.

**اڳاڄُ، اڳاڄو:** ص. ان ڳڻيو- ڳڻتي کان ٻاهر- بيشمار.

**اڳاڌُ:** ص (س) اونهو. عميق.

**اُڳاڙڻ:** م. وصول ڪرڻ (قرض) ٿوڙي ڪرڻ.

**اُڳاڙي:** ث. وصولي. ٿوڙي.

**اڳانجُه، اڳانجه:** ص. اڳ اهه اَجها ڳ. اڳرو- زيده.

**اڳانهَ:** ث. ڄاڻ- واقفيت.

**اڳاهون:** ڀيرو- اڳيان- اڳتي. (ث. اڳاهين).

**اُڳاءُ:** ذ. اوير- اوسر.

**اڳٺُ:** ذ. سٿڻ ٻڌڻ لاءِ ٻڌائي ۾ پيل سوٽي يا ريشمي پٽي- ازاربند- ناڙو.

**اڳٺ جو پڪو هئڻ:** چڱيءَ چال وارو هئڻ.

**اڳٺ جو سَڳ:** سمرائي مائٽي.

**اڳٺ ڇوڙي وِيهڻ:** همت هارڻ- ڳيدي ٿيڻ.

**اڳٺ ڍِلڙي:** ث. فحش عورت.

**اڳٺ ڍِلو ٿيڻ:** خراب عدت پوڻ. دست ٿيڻ.

**اڳٺ وجهڻي:** ث. ڪاٺي يا ڏاتو جي سرائي، جنهن سان اڳٺ وجهجي.

**اڳٺ:** ث. گهڙ- وگهڙ.

**اڳرائي:** ث. پيشقدمي- چڙهت. زيادتي.

**اڳرائي ڪرڻ:** چڙهت ڪرڻ. زيادتي ڪرڻ.

**اڳرچُوهو:** ص. وچ ۾ ٿيي پوندڙ- وچ ٿيتو.

**اُڳرڻ:** م. ڳهڻ- ڳهي وڃڻ.

**اڳرو:** ص. وڌيڪ- زيده- سرس. مٿانهون. بهتر. تکڙو- جلدباز. زيادتي ڪندڙ. پيشقدمي ڪندڙ. (ث. ڳري)

**اڳرو ٿيڻ:** زور ۾ مٿانهون ٿيڻ. سرس ٿيڻ. زور ٿيڻ.

**اڳڙا:** اسم خ ص. هڪ ذات جو نالو. خيرپور ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**اُڳِڙڻُ:** م. وصول ٿيڻ.

**اڳڙو:** ذ. ڪپڙي جو ٽڪر. وڏي اڳڙي.

**اڳڙا ٽڳڙا:** ذ. ڪپڙي جا ٽڪر.

**اڳڙي:** ث. ڪپڙي جو ڦاٽل ٽڪر. چٿي – ٽڳڙي. ليڙ.

**اڳڙيءَ جو اڳوڻ:** بيڪار ٽڪمو نيڪر.

**اڳڙيون وجهڻ:** چتيون هڻڻ.

**اڳڙياٽ:** ذ. نار جو هڪ عضوو.

**اڳڙياٽ ٿيڻ:** چاڙتو ٻنجڻ.

**اڳڙيارو:** ذ. اڳڙين وارو – اڳڙين لڳل. چنل – ڦاٽل – چتين لڳل ڪپڙا پائيندڙ.

**اڳڪٿي:** ث. پيشنگوئي – ٿيندڙ واقعي جي خبر.

**اڳل:** ظ. اوله – منڍ ۾ – اڳ ۾.

**اڳلو:** ص. ڳيون. ڳوٺو. بيءَ ڏرو رو – مقدس. (ث. اڳلي).

**اڳنا:** ظ. اڳتي – اڳندي.

**اڳنت:** ص. ڳڻڻ کان ٻاهر – بيشمار.

**اڳوات:** ظ. اڳ ۾ – اڳي ئي – مهند – شروع ۾.

**اڳوار:** ظ. اڳ ۾ – پيشگي. (ص) اڳواڻ.

**اڳواڙو:** ذ. اڳڻ – اڱڻ – صحن.

**اڳواڻ:** ص. مهندار – پيشوا – سردار.

**اڳواڻي:** ث. رهبري – پيشوائي.

**اڳواهي:** ث. وڏي ٻه – مڃ.

**اڳوتر:** ث. آخرت – عاقبت.

**اڳوترائي:** ث. اڳرائي – چيڙ – چڙ.

**اڳوترو:** ص. اڳرائي ڪندڙ. وچ ۾ دخل ڏيندڙ.

**اڳو پوءِ:** ظ. اڳ يا پوءِ – آخر ڪار – نيٺ. هڪ ئي گهمري. هاتي ئي – يڪدم.

**اڳوڇني:** ث. قرآن شريف يا ڪتاب ويڙهي رکڻ لاءِ ڪپڙي جي ڳوٿري. ماٿيءَ تي رکڻ لاءِ ڪپڙو – پَنڌتو.

**اڳوسڳو:** ذ. مِٺ منٺ – ويجهو عزيز.

**اڳوٽڪو:** ظ. اڳوٺو – اڳاٽو. ڳذريل. قديم. پراڻو. (ث. اڳوٽڪي).

**اڳوٺو:** ظ. اڳ جو – اڳاٽو. اڳيون – قديم. (ث. اڳوٺي).

**اڳوهيو:** ص. لِڪي يا ڍَڪجي نه سگهندڙ – ظاهر – پڌرو.

**اڳوئو:** ص. اڳواڻ. سونهون. پانڌيئڙو.

**اڳهرو:** ظ. ٿورو اڳ. ٿوري دير اڳ ۾.

**اڳهم:** ظ. اڳي کان – ازل کان.

**اڳهين:** ظ. ڏريون ئي. اصل ۾. ازل کان.

**اڳي:** ظ. اڳ ۾ – وڃڻ کان اڳ – مهند – اڳي ئي. اڳيندي. اڳتي – اڳيرو.

**اڳي پوءِ:** ظ. آخرڪار – نيٺ. هر حال ۾.

**اڳي کان اڳرو:** پهرين کان وڌ. اڳي کان بهتر.

**اڳياڻُ:** ذ. ندرياهرلي جي هڪ ڪاٺي – اڳڙياڻ.

**اڳيارُ:** ذ. ڏراڙ جو عيوضي. چاڪر.

**اڳياڙي:** ث. اڳيون حصو. منڍ – ابتدا. گهوڙي کي اڳين ٽنگن ۾ ٻڌل رسو.

**اڳيان:** ظ. اڳ اڳ ۾. سامهون. آڏو. روبرو.

**اڳيان اچڻ:** سامهون اچڻ – روبرو ٿيڻ. آڏو اچڻ. مقابلو ڪرڻ رنڊڪ وجهڻ.

**اڳيان ڪرڻ:** سامهون ڪرڻ. پيش ڪرڻ. رهبريءَ لاءِ آڏو ڪرڻ.

**اڳيان ڪپڻ:** زاري نيزاري ڪرڻ (صداءِ سرا هيٺ).

**اڳير:** ظ. ٿورو وقت اڳ ۾ – اڳهرو.

**اڳين:** ص. شروع واري. منڍ واري. اڳاٽي. پهرين. (ث) ظهر جي نماز. پهرين مُلهه.

**اڳينءَ دار:** اڳينءَ وهڪ – اڳي وارو وهڪرو (پاڻيءَ جو).

**اڳيون:** ظ. اڳ وارو. پهريون. اڳاٽو. گذريل.

**اڳيون پويون وسارڻ:** سڀ ڳالهيون ڇڏڻ. جملي ڏاڍايون معاف ڪرڻ.

**اڳي ني:** ظ. اصل کان وني – اڳ ۾ ئي.

**اگهه.** ذ. ٻهه – مُلهه – نرخ.

**اگهه پارُ:** ذ. خريدي قيمت ۽ وڪري واري قيمت.

**اگهه ڇڏائڻ:** تعدي ڪرڻ – جٺ ڪرڻ.

**اگهه ڪڍڻ:** مُلهه پچڻ – اگهوتري نهرائڻ. عيب يا ويڪ ڪڍڻ.

**اگهه ڪرڻ:** مهانگو ٿيڻ. آبرو وارو ٿيڻ.

**اگهه مُدا پائڻ:** بحث ڪرڻ. بي ادب ٿيڻ.

**اُگهه:** ث. (س. اُڪش) اُگهڻ جي حالت – صفائي.

**اگهه پُگهه:** بچيل سچيل شيءِ – اوگهه پوگهه.

**اُگهه سُگهه:** ث. اوگهه سوگهه. اوبر سوبر.

**اگهار:** ث (س) هيچ – لالچ.

**اُگهاڙَ:** ث. ننگائي – اوگهڙ. بي پردگي.

**اُگهاڙپ:** ث. عرياني – اُوگهڙ.

**اُگهاڙڻُ:** م. ننگو ڪرڻ. ظاهر ڪرڻ – پڌرو ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**اُگهاڙو:** ص. اڻ ڍڪيل – ننگو – عريان. (ث. اُگهاڙي).

**اُگهاڙي ترار:** منهن تي چوندڙ. وات ڦاٽوڙو.

**اُگهاڙي ڪُني:** لاوارث- نڌڻڪو. سڃو- مفلس.
**اُگهاڙين پيرين:** ظ. صفا سڃو.
**اَگهاماڻو:** اسم خاص. بدين ضلعي ۾ هڪ قديم ڪوٽ جو نالو.
**اَگهاماڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
**اَگهامَڻُ:** م. قبول پوڻ. پسند اچڻ. منظور ٿيڻ. وڻڪ ملڻ. قدر ٿيڻ.
**اَگهائتو:** ص. اگهوارو. لاڏلو- سڪيلڌو.
**اَگهائڻُ:** م. قبول ڪرڻ. ٻڌڻ (عرض. التجا).
**اُگهائڻ:** م. صاف ڪرائڻ. چنڊ ڦوڪ ڪرائڻ.
**اَگهائي:** ث. بيماري- ناچاقائي. هيڻائي.
**اَگهائي سَگهائي:** بيماري ۽ صحت. چڱائي مندائي.
**اُگهٽَ:** ث. وڳيڙ. بدنامي- خواري.
**اُگهٽجڻ:** م. رنڊجڻ- روڪجڻ. گهٽجڻ.
**اَگهر پگهر:** رت ست- سربستي محنت- پورهيو.
**اُگهلڻُ:** م. اٿلي ڪرڻ. راز ظاهر ڪرڻ. ڀيرو ڏيڻ. ڦٽڻ (سلو).
**اُگهلي پوڻ:** کهتو ڪالهائڻ. اٿلي پوڻ.
**اَگهم ڪوٽ:** اسم خاص. سنڌ جي لاڙ پرڳڻي ۾ هڪ قديم شهر جو نالو.
**اَگهڻُ:** م. اگهامڻ. قبول پوڻ. قدر ٿيڻ.
**اُگهڻُ:** م. صفا ڪرڻ. مٽيءَ مَرلاهڻ. چنڊڻ ڦوڪڻ.
**اَگهو:** ص. بيمار- مريض. ڪمزور- هيڻو. (ث. کهي).
**اَگهو سَگهو:** ص. بيمار توڙي چڱو ڀلو.
**اَگهوتري:** ث. اگهن جي فهرست. جنسن جو وچور. نرخنامو.
**اَگهوچَر:** ذ. بي انتها پاڻي. اها جاءِ جت سڀ ڪجهه مو جود هجي.
**اَگهورُ:** ظ. جنهن جو ٿر نهي نه سگهجي. اونهو- عميق.
**اَگهور ننڊ:** ث. تمام گهري ننڊ. بيهوشيءَ جي ننڊ.
**اَگهوري:** ص. گهڻي ننڊ ڪندڙ. ننڊو- گدلو.
**اَگهوڙ:** ث. پڳڙي يا پلاڻ جي هڪ پاسي ڪان ڪمن جهڙي ڪاني.
**اَگَ:** ث. انگ- عضوا- جسم ۽ جان.
**اَگارَ:** ذ. ڪوئلا- اگر.
**اَگاريو:** ص. اگر نڪرندڙ.
**اَگارو:** ذ. منگل (ڏينهن). هفتي جو ٽيون ڏينهن.
**اَگاري:** ث. اگرين جي هڪ بيماري- ڪنهن ٿر. ڏندن جي هڪ بيماري. وڻن جو هڪ مرض. مال جي ٿڻن جي هڪ بيماري. جوئر جي سنگن جو مرض- ڪاٺي.
**اَگُرُ:** ذ. ڪوئلو.
**اَگر پتر ٿيڻ:** نامرٿي وڃڻ- صفا چٽ ٿي وڃڻ.
**اَگرو:** ذ. عضوو. لڳ. بدن جو حصو.
**اَگَڻُ:** ذ. ڪنڌ- صحن.
**اَگَڻ اوتارا:** اڳڻ تي آستانا- ٺانڪ. رهائيون.
**اَلَ:** ث. عيب- وڏ. چيڙ- نوڪ. اَڏ.
**اَل وجهڻ:** رنڊڪ وجهڻ. نانا توڙي ڇڏڻ. چوپايو مال ڪنهن جي ناليءَ ڪري ڇڏڻ.
**اَلُ:** ذ. ڪانءَ جو ٻچو. ناآزمودگار. بيوقوف.
**اَلَ اُڏارڻ:** چرپائيءَ جا ڪم ڪرڻ.
**اَلڪانءُ:** ذ. ڪانءَ جو ٻچو. بيوقوف. ابوجهه.
**اَلا:** ياالله!
**الا:** ظ (ع) ڪان سواءِ- سواءِ. ڌاران. ليڪن.
**اَلا بَلا:** مصيبت- ايڙ پيڙ.
**الاماسي:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن- اتفاقي- قضاسان.
**الأمان:** ذ (ع) پناهه- امن.
**اَلاجي، الائي:** ض. الله ڄاڻي- خبر ناهي. متان.
**الاچو:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم.
**الاچي، ايلاچي:** ث (ف) ننڍو ڦوٽو- ڦوٽو.
**اُلارَ:** ث. هيٺ لاڙو- جهڪاءُ. بار جو هڪ پاسي جهڪاءُ. الر.
**اُلارُ:** ص. لڏيل بار جو ڳرو پاسو. لڙيل- جهڪيل.
**اَلارم:** ذ (انگ) کهڙيال جي جاڳڻ واري گهنٽي. گهنٽيءَ وارو گهڙيال.
**اُلارَڻُ:** م. ڏڪ هڻ لاءِ هٿ مٿي ڪرڻ- ڏڪ وارڻ.
**اُلاسَ:** ث (س) چڪ- سڪ- اڪير.
**الاڳلا:** تهمت- الزام- بدنيڪي.
**اُلانيو:** ذ. چيي- شعلو. جيرو- جر ث. عشق جي اڳ. ڏور ٻو- ميتو- ضعنو.
**اُلاٽَڻُ:** م. چوڙڻ- ڍرو ڪرڻ. کولڻ. کيڙڻ. پلاڻ يا پڳڙو لاهڻ.
**اُلاٽو:** ذ. اچل- لوڏو- ولاٽو.
**اُلاٽ ڏيڻ:** اچلون ڏيڻ. ٽڪلينون ڏيڻ.
**الــهُ:** ذ (ع) خدا- معبود.
**الــهُ بالله:** ث. خدا جو واسطو- ٻنتي. منٿ ميڙ- آزي نيزاري.
**اَللهُ:** ذ (ع) خدا جو ذاتي نالو. هڪ خدا.

**اَللّٰه اَڪبَرُ:** ذ. تڪبير جو ڪلمو (نماز جي نيت، ذبح ۽ نعري هڻڻ وقت).

**اَللّٰه اَللّٰه ڪرڻ:** الله پاڪ جو ذڪر ڪرڻ. تسبيح پڙهڻ. ڏک ۾ صبر ڪرڻ.

**اللّٰه بيلي:** الله ساٿي - ڌڻي مددگار. ڌڻي ۽ جو آسرو.

**اللّٰه توهار:** الله تنهنجي آسري. الله جو آسرو.

**اللّٰه جو مهمان:** موت کي ويجهو - قريب الموت.

**اللّٰه جي اَمان:** ڌڻي ۽ جي نگهباني (دعائيه جملو). موڪلائڻ - في امان الله.

**اللّٰه جاڻي:** خدا کي خبر.

**اللّٰه راسي:** ص. مسڪين - ويچارو - الله جي سهاري وارو.

**اللّٰه لڳ:** خدا ڪارڻ - الله واسطي.

**اللّٰه لوڪ:** ذ. خدا وارو - درويش. پهتل بزرگ. سادو سودو - پورڙو.

**اَللّٰه واٽ:** ڌڻي ۽ جي راهه ۾ - خدا جي نالي. مفت ۾ - بنا پئسي.

**اللّٰه وارو:** ذ. درويش - الله لوڪ.

**اللّٰه واهي:** خدا حافظ (موڪلائڻ وقت الفاظ).

**اَلاهَر:** ظ. الله جي آڌار.

**اُلاهنو:** ذ. طعنو - مهڻو - اوپالو.

**الاهي:** ظ. خدا جي طرف کان - خدائي. تمام گهڻو - جهجهو.

**الاهي ڪَڪَر:** خدائي رحمت. اوچتو فائدو.

**اِلاهيات:** ث. ڌڻي تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جو علم.

**اُلائڻ:** م. اُليڙڻ. اُکيڙڻ. پلاڻ لاهڻ. خالي ڪرڻ. اولائڻ (ائٽ).

**اَلائونسُ:** ذ (انگ) مقرر پگهار کان وڌيڪ لوازمو (مهانگائي الائونس وغيره).

**اَلبَتَّ:** ظ (ع) ڪي قدر - ڪنهن حد تائين. ڪجهه نه ڪجهه.

**اَلبَزارُ:** ث. گنبذ جي چوگرد ڏنل پڙويلو. قبي جي اندران چوڦير رستو.

**اَلبم:** ذ (انگ) تصويري بياض.

**اَلبيلائي:** ث. دادلائي - لاڏ - چاڳ. بيپرواهي.

**اَلبيلو:** ص. دادلو - لاڏلو. اَنگلي - نخريلو. بيپرو - چاڳلو. (ث. اَلبيلي).

**اَلپُ:** ص. اَتلپ - ناياب. قيمتي.

**التباسُ:** ذ (ع) مونجهارو - شڪ.

**التجا:** ث (ع) منٿ - عرض - گذارش.

**اَلتحيات:** ث (ع) نماز ۾ ويهڻ وقت پڙهڻ جي دعا.

**اِلتزامُ:** ذ (ع) لازم ڪرڻ يا لازمي ٿيڻ واري حالت.

**التفاتُ:** ذ (ع) ڌيان - توجهه. مروت - مهرباني. محبت. دل جو لاڙو.

**التماسُ:** ذ (ع) عرض. وينتي. التجا.

**اَلتَمش:** ذ (ترڪي) فوج جو هراول دستو. هندستان تي غلام گهراڻي جي هڪ ناميارو بادشاهه جو لقب.

**التوا:** ث (ع) ڪنهن ڪم کي ٻئي وقت تائين ترسائڻ جو عمل - مهملت.

**اُلٽڻ:** م. اُلهڻ - اُلهڻ - هيٺ اچڻ.

**اُلٽو:** ص. لٽو (سج). (ذ) ترجمو.

**اَلٽُ:** ذ. اَنڌير - ناحق. (ص) بيخبر - بيهوش - اَلوٽ.

**اُلٽَ:** ث. اُبت - اُبتي ڦيري. اُٿل. انقلاب. تور ۾ وڌيڪ وزن - اُٿل.

**اُلٽائڻُ:** م. اُونڌو ڪرڻ. اُبتو. ڦيرڻ - برخلاف. اُنلندو - مڙيو. (ث. اُلٽي).

**اُلٽ پُلٽ:** ث. افراتفري. اُٿل پُٿل. اُبت سُبت. (ظ) هيٺ مٿي - ڏانو ڏنڊول.

**اُلٽَڻُ:** م. اُبتو ٿيڻ - اُٿلڻ - اونڌو ٿيڻ.

**اُلٽو:** ظ. اُبتو - اونڌو. برخلاف. مُرڳو - اُنلندو.

**اُلٽي:** ث. ٿي ۽ - ڪَي - اُڇل.

**اُلٽي تدبير:** اُبتو ڪم.

**اُلٽي کوپڙي:** گهٽ عقل - احمقپائي.

**اُلٽي ڳالهڙي:** ث. اُبتي ڳالهه. ڳجهارت - پرولي.

**اُلٽي مالها:** بددعا - پٽ.

**اَلٽيميٽم:** ذ (انگ) آخري انتباهه.

**اَلپاڪو:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم - "الپاڪي" جانور جي اُن مان ٺهيل ڪپڙو.

**اَليَتَ:** ث (سن: اَيَلپ) انڪار - ناقبوليت. دغا - ٺڳي.

**اُلجهڻُ:** م. ڦاسڻ - اٽڪڻ. منجهڻ. معاملي ۾ ڦاسڻ.

**آل چَل:** بي حساب - ريل ڇيل.

**الحاج:** ذ (ع) گهڻا حج ڪندڙ حاجي سڳورو.

**الحادُ:** ظ (ع) دين کان ڦرڻ جو عمل. بيديني.

**اَلحاصلُ:** ظ (ع) حاصل ڪلام - مطلب ته - الغرض.

**الحاقُ:** ذ (ع) ڳانڍاپو - لاڳاپو - شموليت.

**اَلحالُ:** ظ (ع) في الحال - هن وقت - هينئر.

**الحانُ:** ذ (ع: لحن جو جمع) مٺو آواز - مٺو سُر.

**الحانُ دائودي:** ذ. تمام مٺو ۽ وڻندڙ آواز يا سُر.

**اَلحَمدُ:** ث (ع) قرآن شريف جي پهرين سورة جو پهريون لفظ. ۾

قسم جي ساراهه. شڪرانو.

**اَلحمد پڙهڻ:** شڪر ڪرڻ. راجوتي نيرو ٿيڻ. تعليم شروع ڪرڻ.

**اَلحَمدلله:** سڀ ساراهه الله پاڪ کي آهي- الله جو شڪرانو.

**اَلخ:** ذ. آخر تائين (مڪمل عبارت لکڻ بدران، بندش ۾ لفظ لکي پوءِ 'الخ' لکي ڇڏبو آهي، يعني اها عبارت آخر تائين پڙهي وڃي).

**اُلَر:** ث. ڪاهه- جهل. وڙهڻ يا ڏڪ هڻڻ لاءِ هلان.

**اُلر ڪري اچڻ:** وڙهڻ لاءِ تيار ٿي اچڻ- جلهه ڪرڻ- هلان ڪرڻ.

**اَلرجي:** ث (انگ) هڪ قسم جي بيماري.

**اُلرڻ:** م. الر ڪرڻ- هلان ڪرڻ. ڪنهن طرف لاڙو ڪرڻ.

**اَلڙُ:** ذ (ه: اَلهڙ) سيڪڙا ٿ- نا تجربيڪار- اڻ واقف. اناڙي. ڇٽ- جاهل. معصوم بار. سدو.

**اُلڙ:** ص. رونو- آواره- رولاڪ.

**اُلڙڻ:** م. اُکڙڻ. لڏڻ- ڏڏڻ.

**الزامُ:** ذ (ع) تهمت- بهتان.

**اَلسانو:** ذ. آلسي. سُستي- ڪاهلي.

**اَلسَتُ:** ذ (ع) ڇا، مان آهيان؟ ميثاق وارو قول. ازل.

**اَلستُ بِرَبِّڪُم:** آءٌ اوهان جو رب ناهيان؟ (ازل واري ڏينهن خدا تعاليٰ جو اروا حن کان سوال. جنهن جو جواب ڏنائون "قالوا بليٰ").

**اَلستي:** ص. الست وارو- ازلي.

**اَلستي روزي:** ث. توڪل وارو رزق- بنا ڪنهن ڪم ڪار جي روزي ملڻ.

**السَلامُ عليڪمْ:** (ع) اوهان تي سلامتي هجي (جنهن جو جواب "وَعليڪُم السلام" يعني: ۽ اوهان تي به سلامتي هجي).

**السي:** ث. هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو.

**اَلطاف:** ذ (ع) 'لطف' جو جمع- نوازشون- عنايتون.

**اَلغارَ:** ث (ت) اوچتو حملو- ڪاهه- يلغار. لُٽ مار.

**اَلغارون ڪرڻ:** موجون ڪرڻ. گهمندو رهڻ.

**اَلغَرضُ:** ص (ع) بيپرواهه. (ظ) حاصل مطلب.

**اَلغَرضائي:** ث. بيپرواهي. ڪَن لاٽار.

**اَلغوزا:** ذ (ف) هڪ قسم جو ساز (ٻينُن جو جوڙو)- ٻينون- پاوا.

**اَلفُ:** ذ (ع) "الف- بي" جو پهريون اکر. (ص) اُگهاڙو- ننگو. سڌو. پيو.

**اَلف بي:** ث. هجي جا حروف- آئيوٽ.

**الف بي نه ڄاڻڻ:** بلڪل اناڙي هئڻ.

**الف بي نه ڪُڇڻ:** ڪجهه به نه چوڻ- صبر ڪرڻ.

**الف سلف ڪرڻ:** جيئن تيئن ڪري پوراڻي ڪرڻ.

**اَلف قَد:** بلڪل اُڀو ۽ سڌو.

**اَلف مَقصُوره:** ذ. مَدَ کان سواءِ الف (ا).

**اَلف مَمدُوه:** ذ. مَدَ واروالف (آ).

**اَلف ليلي:** (ع: الف ليلة و ليلة) افسانوي ادب جي بنياد وجهندڙ ڪتابن مان هڪ مشهور ڪتاب (اصل عربي ٻوليءَ ۾).

**اَلفابيٽ:** ذ (انگ) الف بي جا اکر.

**اَلفاظَ:** ذ (ع: لفظ جو جمع) لفظَ. ٻولَ. گفتا.

**اَلفاظ ڪڍڻ:** گهٽ وڌ ڳالهائڻ- گاريون گند ڏيڻ.

**اُلفَت:** ث (ع) پيار- محبت- پريت.

**اَلفي:** ث (ع) ٻانهن کان سواءِ ڊگهو پهراڻ- ڪفني.

**اُلفي:** ث. دوستي ڇڻڻ واري حالت. بيجاهلت.

**اَلقابَ:** ذ (ع: لقب جو جمع) اعزازي خطاب.

**اَلقاءُ:** ذ (ع) اندر جو آواز. الهام.

**اَلقصةَّ:** ذ (ع) حاصل مطلب- قصو ڪوتاهه.

**اَلڪُ:** ث (س) اک جو پَڪ- پنبڻي.

**اُلڪو:** اونو- انتظار- اوسيئڙو. اُڌڪو- انديشو. ويچار- فڪر. ڌرڪو.

**اَلڪوهَلُ:** ذ (انگ) شراب جو سَت.

**اَلَکُ:** ص. غيرمحسوس- اڻ لکو. (ذ) خدا جو صفاتي نالو.

**الکُ جاڳائڻ:** ذڪر ڇائڻ. اندر ۾ ذڪر اورڻ. ڌڻيءَ کي ياد ڪرڻ.

**اَلکو:** ص. اڻ ڄاتل- نامعلوم- اڻ لکو.

**الگ:** ظ. جدا- ڌار. ڌار. اڪيلو- تنها.

**اَلگ اَلگ:** ظ. جدا جدا- ڌارڌار. ڌري ڌري.

**اَلگ ٿلگ:** ڌار ڌار- جُدا.

**اَلل دلَل:** ظ. عام جام- گهڻو.

**اَلمُ:** ذ (ع) رنج- غم- ڏک- اندوهه.

**اَلمناڪُ:** ص. دردانگيز- افسوسناڪ.

**اَلماسُ:** ذ (ع) هيري جو هڪ قسم.

**اَلماس پاره:** ذ. هيري جي ڪني. ڪڙڪيتو.

**اَلماسي رنگ:** ذ. اڇو صاف رنگ.

**اَلمارِي:** ث (پرتگالي) ڪٻٽ- المري.

**اَلمستُ:** ص. ڇٽ ڇريو- بندمستانو.

**اَلميو:** ذ (ع) دردناڪ واقعو- ٽريجڊي.

**اَلنڪارُ:** ذ (س) سينگار- سجاوٽ. زيور- ڳهه.

**اُلنگهَڻُ**: م.لنگهڻ.اورانگهڻ.حدکان وڌڻ.انحرافي ڪرڻ.

**اَلڻُ**: م.ڪوڙڳالهائڻ.انڪار ڪرڻ.سچي نہ ڪرڻ.

**اُلي وجهڻ**: نہڀڏائڻ.گوشنات ڪرڻ.

**اَلو**: ذ.ڪافين ڳائڻ وقت "الوميان" چوڻ.

**اَلو ميان ڪرڻ**: "الله ميان" جي لفظن سان ڳائڻ شروع ڪرڻ.بي اونوويهڻ.

**اُلو**: ذ.چڻنگ.شعلو.چڀي.

**اُلا اُڏائڻ**: فسادپکيڙڻ-جهيڙوڪرائڻ.

**اُلُو**: ذ.چبرو.(ص) بيوقوف-احمق.

**الو ٻلو**: ذ.اتي ڏڪر راند ۾ ٻن ڏڪن هڻڻ جو داءُ.

**اَلو ٻَلو**: ذ.نالي ماتر ڪم.

**اَلُوٽُ**: ص.نشي ۾ ٽُٻ-مدهوش.مخمور-سرشار.

**اَلُوٽائي**: ث.نشي ۾ بي سُرتائيءَ واري حالت.بيهوشي.مستي.گهري ننڊ واري حالت.

**اَلُوپُ**: ص.گم-غائب.

**اَلوداعَ**: ث(ع) موڪلاڻي.رخصت.

**اَلُودو**: ذ.بي خيالو.ڪُند ذهن.هلڪي دماغ وارو.

**اُلوڙَڻ، اُليڙڻ**: م.اکوڙڻ.ڌوڏڻ-لوڏڻ (ٿُوڻي وغيره).

**اُلوڙي رکڻ**: اُکوڙي ڇڏڻ.سَنڌ سَنڌ جدا ڪرڻ.عضوا چُور ڪرڻ.

**اَلوڪ**: ذ(سن) روحاني دنيا.

**اَلوڪَڪُ**: ص.روحاني دنيا وارو.غير معمولي قوت وارو.

**اَلول**: ث.سک.مزو.فرحت.عيش.

**اَلولائي**: ث.موج-عيش.مزو.

**اَلوليون مائڻ**: خوشيون ڪرڻ.موجون مائڻ.مزا مائڻ.فرحتون وٺڻ.عيش ڪرڻ.

**اَلولُ**: ص.چريو-ديوانو.

**اَلُول جَلُول**: ص.فضول-بيڪار.اڙنگو.بي افعالو.

**اَلولڪ**: ذ.ڪَن جو هڪ زيور.

**اَلولو**: ص.اَبتو-مُنجهيل-سمجهہ ۾ نہ ايندڙ.سگهارو-طاقتور.

**اَلُوڻو**: ص.لوڻ کان سواءِ-ڦڪو-بي سواد.(ث.اَلوڻي).

**اَلُوڻا ٽڻَ**: ذا جائي بڪ.بيهوديون ڳالهيون.وڏيون ٻٽا ڪون.

**اَلُوڻائي**: ث.لوڻ جي ٿورائي.بي سوادائي.

**اَلوَڻي**: ث.ننڊ-پنڪي.گهيرٽ-ڳهر.

**اُلوهيتَ**: ث(ع) ذاتيءَ جي ذات.وحدت جي حقيقت.

**اَلويڙُ**: ذ.ورَ-پيچ-وڪڙ.رنڊڪ.

**اَلَهُ**: ذ."الله" جو مخفف-الله تعالیٰ.

**اَلَه مُنو**: الله جي غضب هيٺ آيل.عورتن جو پاراتي جو لفظ.

**الهامُ**: ذ(ع) اندر جو خدائي آواز-القاءُ.

**اُلهائڻُ**: م.چاراڻڻ-چارناهن.هيٺ لاهڻ.

**اَلَهُ تَلَهَ**: ذ.اگر تگر-هڙ موڙي.سامان سڙو.اَرڪو ترڪو-سموري ملڪيت.

**اَله تَله چَٽ ٿيڻ**: هڙموڙي ناس ٿيڻ.

**اَلهڙُ**: ص.سيکڙاٽ.ناتجربيڪار.

**اُلهندو**: ذ.سج لهڻ وارو طرف-اولہ.

**اُلهَڻُ**: م.لهڻ-هيٺ اچڻ.غروب ٿيڻ (سج،چنڊ،تارا وغيره).

**اُلهڻ اُيرڻ**: لَهڻ اُيرڻ.

**اُلهي ڪُلهي**: ظ.ڪرائي کان ڪلهي تائين (چوڙيون يا ٻانهيون).

**اُلهي گُڏڻ**: سخت پورهيو ڪرڻ.حد کان لنگهي وڃڻ.اهنجو ڪم ڪرڻ.

**اَلي**: ث.ڳچ جو هڪ قسم-چاندي يا سون جو جڙادار ٽڪلو.جيڪو نراڙتي بيهي.

**اُلي**: ث.گهٽي اُڃ لڳڻ جي بيماري.گهٽي اُڃ-ڏوگهو.هبچ.

**اُلي لڳڻ**: ڏوگهو لڳڻ.کائڻ پيئڻ جو حرص ٿيڻ.

**الياس**: اسم خاص.هڪ پيغمبر جو نالو.ماڻهوءَ جو نالو.

**اَليانُ**: ذ.هڪ قسم جو لوهي لغام (جو وچ ۾ مڙيل هوندو آهي).

**اُليِتي**: ث.گڏهلاتِي (ٻوٽو).

**اَليپُ**: ص.نيارو.بي عيب.

**اُلير**: ث.جهٽ-چال-لوه.

**اُليڙَڻُ**: م.لوڏڻ-ڌوڏڻ.اُديڙڻ.کولڻ.

**اَليڪ سَليڪ**: واقفيت-سلام دعا.

**اليڪشن ڪميشن**: ث (انگ) مُلڪي چونڊون ڪرائيندڙ خودمختيارادارو.

**اليڪشَن**: ث(انگ) ووٽن رستي چونڊ-انتخاب.

**اُليلَ**: ث.محبت جي چِڪَ.عشق جي اُڪيرَ.پريت.

**اَليمر**: ص(ع) دردناڪ.

**اَليهَرُ**: ذ.ڪاريهر ناگ.

**اُمُ**: ث(ع) ماءُ.

**اُمُ الصِبيان**: ث(ع) ديجڙو-باراتو (بيماري).

**اُم الڪتاب**: ث.ڪتابن جي ماءُ.سورة فاتحہ.قرآن شريف.

**اُمُ المؤمنين:** ث.مومنن جي ماءُ.بيبي عائشہ رضہ نبي ۽ سڳوري ﷺ جي ٻين گهر وارين جو لقب.

**اُمرَ:** ظ.هميشہ-سدائين.

**اُمر ڏُمر لائي ڏينَ:** اکيون پوري ڪم ۾ جنبي وڃڻ.

**اُمرَ لاءِ وڃڻ:** عمر ڪي وڃڻ-هميشہ لاءِ وڃڻ.

**اَما ، اَمان:** ث.ماءُ-امڙ.

**اَما بعد:** ظ(ع) ان کان پوءِ.

**اُماتو ، اُماتو:** ص.چريو-ديوانو.گمراه-غافل.اڍنگو.

**اُماٽڻ:** م.ٿان ۾ اونڌو ڪرڻ.

**امارَت:** ث(ع) اميري.سرداري.حڪومت.

**اَمارو:** ذ(ع:اَمرد) ٻچڙن لاءِ آمدہ ڪندڙ نفس.

**اُمارو:** ذ.سنبهو-قصد.اوپرو-اوپرو.

**اُماڙُ:** ذ.پرندڙ ٻنب.وڏي ٻه.

**اُماڙي:** ث.پرندڙ ڪنبي يا ٻنبي-چوچڙي.

**اُماڙي ڏينَ:** چوچڙي ڏينَ.ڏنب ڏينَ.ٻاهڏينَ.

**اُماسُ:** ذ (ه.اُماوس) ڪارانڌ-اونداهي.چنڊ جي اناويهين تاريخ (جنهن ۾ چنڊ ظاهر نہ ٿيندو آهي).

**اُماسي:** ص.بنڪل ڪاري-ٻنه ڪري.ڪري ٻٽ.

**اُمالڪُ:** ظ.اوچتو-ناگاه.يڪدم-جهٽ پٽ.

**اَمالو:** ص.ٿوروآلو-آڌوڪو.

**اَماليون ڪرڻ:** م.نشاپتا ڪرڻ.خوش گذارڻ.

**امامُ:** ذ(ع) اڳوان.رهبر.سردار.مذهبي رهنما.فن يا علم جو وڏو ماهر.نماز ۾ جماعت جو اڳوان.

**امامَتَ:** ث.اڳواڻي.پيشوائي.سرداري.

**امامت ڪرڻ:** پيشوائي ڪرڻ.جماعت کي نماز پڙهائڻ.

**اَمام ضامِن:** ذ.امام رضا جي ناني تي ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو تعويذ.

**اِماميہ:** ذ.مسلمانن جو هڪ فرقو.جيڪو ٻارهن امامن ۾ اعتقاد رکي-اثناعشري.

**اَمانَ:** ث(ع) پناه-حفاظت.سلامتي.

**اَمانا:** امن کان سواءِ.

**اَمانا:** ص.بي مانا-بي عزت.

**اَماني:** ص.امانت طور رکيل.اعتباري.بنا پول (ڪم).

**اَمانَت:** ث(ع) حفاظت خاطر رکيل شيءِ.ديانتداري.مين جو فيصلو.

**اَمانَتدارُ:** ص.ايماندار-امين-معتبر.امانت جي حفاظت ڪندڙ.

**اَمانت نامو:** ذ.انصافي فيصلي وارو دستاويز.

**اَمانَتي:** ص.امانت طور رکيل.اماني (ڪم يا فيصلو).

**اَمانگهرو:** ص.گهٽوآلو.بيخوف.

**اَمانَ:** ث.اَمان.امانت.

**اُمانَ:** ث.اماڻڻ جي جاءِ.روانگي.

**اُماڻَڻُ:** م.موڪلڻ.روانو ڪرڻ.ڪجهاڳيرو ڪرڻ.

**اُمائڻُ:** م.لڪڙ جي ڪوريءَ ٿانءَ کي پتيءَ ۾ پسائڻ (استعمال کان اڳ ڪوريءَ ٿانءَ کي ڌوئي پوئي ڪم ۾ آڻڻ).

**اُماهي:** ث.پيسهي.ساه جي موجهہ.دمڪشي.کنگهہ.

**اَمبيو:** ذ.ديگ رڌڻ لاءِ ڪاٺ جي وڏي ڏوئي-آنپي.

**اُمَتَ:** ث(ع:اُمۃ) ڪنهن نبيءَ جي پوئلڳ قوم.پيروي ڪندڙ گروه.

**اُمَتي:** ص.پيروڪار-پوئلڳ-مُقَلِدُ.

**امتحانُ:** ذ(ع) آزمائش-پرک.شاگردن جي تعليمي استعداد جو جائزو.

**امتزاجُ:** ذ(ع) ملاوت-آميزش.ٻن يا وڌيڪ شين جي تحليل.

**امتلاءُ:** ذ(ع) بدهضمي.جوڳير.

**امتناعُ:** ذ(ع) روڪ-بندش-اٽڪ.

**امتناعي:** ص.بندش وارو حڪم (عدالت جو).

**امتيازُ:** ذ(ع) فرق-تفاوت.تميز-سڃاڻ.

**امتيازي:** ص.نمايان-امتياز وارو.

**امتيازي حق:** ڪنهن فرد يا گروه کي مليل خاص رعايتون.جيڪي ان کي ٻين کان ممتاز بنائين.

**اَمٽُ:** ص.نہ مٽجندڙ-اڻ مٽ.اٽل-مضبوط.لازوال.

**اَمثال:** ذ(ع) مثال طور نوتڪا.پهاڪا.

**امپائر:** ذ(انگ) ڪرڪيٽ راند جو امين.

**امپورٽ:** ز(انگ) ٻاهران مال جي آمدني-آوت.

**اَمجَد:** ذ(ع) نهايت سڳورو-تمام پيارو.

**اَمجُهو:** ص.بي سمجهہ-اياڻو."سمجهو" جو ضد.

**امدادَ:** ث(ع) مدد طور ڏنل رقم.عطيو-بخشش.چندو.عنايت.

**اَمَرُ:** ص.جيڪو مري يا ناس نہ ٿئي.سدائين جيئرو-زندہ جاويد.لازوال-غيرفاني.

**اَمُرُ:** ذ(ع) حڪم-فرمان.اجازت-اذن.قضا.لکيو (خدا جي طرفان).تقدير.ارادو.گرامر موجب حڪم ڏيڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.

**اَمُر الاهي:** ذ.خدائي حڪم.قضا-قسمت.تقدير جو لکيو.

**اَمُر ڪُنُ:** رب جي رضا ميڄڻ.

**اَمُر کي آڏو ڦِرڻ:** حڪم نہ مڃڻ.نافرماني ڪرڻ.

**اَمُر ۾ آڻڻ:** حڪم هيٺ آڻڻ.تابعدار بنائڻ.

أمراضَ: ذ(ع:مَرض جو جمع) بيماريون- روڳَ.
امراض مُتعدي: ذ.وچڙندڙ بيماريون.
اُمراء: ذ(ع:امير جو جمع) اَميرَ- سردارَ.معززَ.
اُمرائي: ث.اميري.شان شوڪت.
اَمرتُ: ذ.حياتي بخشيندڙ.اڪسير.
اَمرت جَل: آبحيات.
اَمرت دَارا: هڪ قسم جي دوا (گهڻن مرضن لاءِ مفيد).
اَمرت ويلو: ذ.پرڀات جو وقت- پرهڦٽي.
امروٽ: اسم خاص.تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.جتي مشهور درويش تاج محمد امروٽي ٿي گذريو آهي.
امروز: ظ(ف) اَڄ- اڄ جو ڏينهن.
امروش: ذ.پرهن سان ڪان وڏي جمار وارو اٺ.
اَمروهي: ث.هارمونيم جي ڪرچ سُر ڪان اڳتي وچن- "اروهي" جو ضد.
اَمڙ: ث.ماءُ.
اُمڙ: ذ.اُمڙي.بهه جي ڇيي.
اُمڙ ڏيڻ: باهه ڏيڻ.تنگ ڪرڻ.ڏڪ رسائڻ.
امساڪُ: ذ(ع) جٺاءُ (جماع ۾)- بندٽيج.
امڪانُ: ذ(ع) ٿيڻي- ٿيڻي.مجال- طاقت.شڪ- انديشو.
امڪاني: ص.ٿيڻ جهڙو- ممڪن- امڪان وارو.
اَمڪو دِمڪو: ذ.روا جي ماتهو.ٿيرو مَٿيرو.
اَمَلُ: ذ.آفيم.
اَملي: ص.اَمل کائيندڙ- آفيمي.
املا: ث(ع) صورتخطي.
املاڪَ: ث(ع:ملڪ جو جمع) ملڪيت- دولت.جائداد.
اَملهه: ص.بي بها- بيحد قيمتي.
اَملهه مانڪ: ذ.بي بها هيرو.قيمتي وٿ.
املي: ث.گدامڙي- آمري.
اُمم: ث(ع) اُمتون- قومون.
اَمنُ: ذ(ع:اَمن) صلح.پناه- حفاظت.سلامتي- بچاءُ.آرام- سک.
اَمن اَمانُ: ذ.صلح سانت.سلامتي.پناه.
اَمن سَڀا: ث.صلح سانت قائم ڪندڙ جماعت.هندستان ۾ خلافت تحريڪ خلاف انگريزن جي حامي جماعت.
اَمنا: ث(ع) قبوليت- اقرار- آمنا.حفاظت- پناه.
اَمنا تَمنا: ث.آسرو اُميد- آرزو- خواهش.
اُمنگُ: ذ.موج.جوش.جذبو- اُڌمو.ريجڪ- پور.اُتساهه.
اُمنگڻ: م.موج ۾ اچڻ.جوش ۾ اچڻ.اُتساهجڻ.
اَموٽُ: ص.بهادر- سورهيه- اٽموٽ.
اَمولڪُ: ص.اَملهه- قيمتي- بي بها.
اَمونگهه: ظ.عميق- اونهو (سمنڊ).
اَمهاڙي: ث.ويامن وقت اُبتو ڦرايندڙ ڏيور.
اُمهائڻ: م.ٺڪر جو ڪوروٿان ءِ استعمال ڪان اڳ پاڻي ۾ پسائي ڇڏڻ.
اَمهڙو: ص.اُبتو چاول بار يا ڦر (يعني اول ٺنگون اچن.اهڙو ويم ڏکيو ٿيندو آهي) (ث.اَمهڙي)
اَمي: ث.اَمان- اَمڙ.
اُمي: ص(ع) اڻ پڙهيل.(ذ) حضور پاڪ ﷺ جن جو لقب.
اميٺي: ث.سونرن جو هڪ اوزار- انبوري.
اُميٽ: ث.ماپ.پلٽ.گهٽائي.
اُميچڻ: م.ڳنڍڻ.
اُميدَ: ث(ف) آس- تمنا.توقع.آسرو.
اُميد پلڻ: آسرو لاهڻ.
اُميدن تي پاڻي ڦرڻ: اميدون پوريون نه ٿيڻ.
اُميدوار: ص.آس تتو- آسروند.گهورو- خواهشمند.چوندن ۾ بيٺل.
اُميدواري: ث.آس اميد.حمل.(ص) حامله.
اُميد واري ٿيڻ: پيٽ ٿيڻ- حمل ٿيڻ.
اَميرُ: ص(ع) سردار- سالار- اڳوان.حاڪم.دولتمند- شاهوڪار.
اَميرالبَحر: ذ.بحري فوج جو وڏو عملدار.
اَميرُ المؤمنينُ: مسلمانن جو حاڪم.نبي سڳوري جي خليفن جو لقب.
اَميرانو: ص.شاهانو- حاڪمانو.
اَميرزادو: ذ.سردارزادو.حاڪم زادو.(ث.اميرزادي).
اَمير ماڻهو: ص.دولتمند- تونگر.شريف انسان.
اُميرو: ذ.هَرَ جي بن اوڙين جي وچ ۾ رهيل زمين.
اَميري: ث.سرداري.حاڪمي.بادشاهي.شاهوڪاري- تونگري.
اُميري: ث.ڪورڪي اصطلاح موجب تاڃي ءِ جي ٺٺل تند جي اُن پڇڙين کي گڏي وٽ ڏيئي ڏنل ڳنڍ.
اُميري پائڻ: ڳنڍڻ- ملائڻ.وٽي ڳنڍ ڏيڻ.
اُميسُ: ذ(سن) شو ديوتا.
اُميسَ: ث(سن) بندگي- عبادت- پرارٿنا.

**اَمِينُ:** ص (ع) امانت وارو. ايماندار. حتي فيصلو ڪندڙ. ٿالٿ- ٿيا ڪڙ. (ذ) نبي سڳوري ﷺ جن جو لقب.

**اَمين وارن:** ٻن ڌرين جي نبيري لاءِ ٿيون ماڻهو تجويز ڪرڻ.

**اَمِيو:** ص. اڻ مَيو- بيشمار- بي انداز. اڪيچار- اَپار.

**اَنُ:** ذ. اناج- غَلَہ.

**اَنُ پاٽي:** ذ. داتوپاتي- آب داتو. چوتو. رزق.

**اَنَ داتا:** ذ. رزق رسائيندڙ- رازق. حاڪم.

**اَن وَسَڻ:** سُڪار ٿيڻ.

**اَنَ:** ض. هن- انهيءَ.

**اَنَ پَر:** ظ. ان طرح- اهڙيءَ طرح.

**اُنَ:** ض. هُن- اُنهيءَ.

**اُنَ:** ث. ڏنبي يا گهيٽي جا وار- پشم.

**اَنا:** ض (ع) آئون- مان. (ذ) خودي- پاڻپڻو.

**اَناالحَقُ:** ذ (ع) "آءٌ خود حق آهيان" (حسين بن منصور حلاج جو بيخوديءَ وجد وارو نعرو).

**اِنابَت:** ث (ع) رجوع ڪرڻ.

**اَناٿُ:** ص (سن) نڌڻڪو- لاوارث. يتيم.

**اَناپو:** ذ. ڪم جو بچ- ناپو.

**اَناج:** ذ. هر قسم جو اَنُ.

**اَناد:** ذ (سن) جنهن ڪي شروعات نه هجي- ازل.

**اَنادي:** ص. ازلي- قديمي.

**اَنارُ:** ذ (ف) ڏاڙهون.

**اَنار داتا:** ذ. ڏاڙهونءَ جا سُڪل داڻا.

**اَنارڪِسٽ:** ذ (انگ) انتهاپسند.

**اَنارڪِي:** ث (انگ) بدنظمي- لاقانونيت.

**اَناڙُ:** ذ. بيجاهَلت- اڻگائي. (ص) بيوقوف- احمق.

**اَناڙَپ:** ث. بيوقوفي. اڻگائي.

**اَناڙي:** ص. اڻ آزمودگار. اڻ سکيل (هنر). اڻ سڌريل. بيوقوف- جاهل.

**اَناسُرت:** ث. غشي- بيهوشي. بيخبري.

**اَناسي:** ص. بي نَڪي- بي اثري.

**اَنانُ:** ص (ع) چريو- مست. پنهنجي مُنهن ڳالهائيندڙ.

**اَنانيَت:** ث (ع) پاڻپڻو- خودي. خودپرستي.

**اُنائڻ:** م. سڌ جي ورندي ڏيڻ. عرض اگهائڻ. ڏانهن ٻڌڻ.

**اَنائونسر:** ذ (انگ) اعلان ڪندڙ- پڙهو ڏيندڙ.

**اَنبُ:** ذ. هڪ مشهور ميوو.

**اَنب پُوريل هئڻ:** مطلب جو هند هئڻ.

**اَنبَ چُورُ:** ذ. سُڪل انبڙين جو چورو (مصالحي طور ڪم ايندڙ).

**اَنبارُ:** ذ (ف) ڍڳ- ڍير. اَن جي ٻار.

**اَنبارچِي:** ص. توشاخاني جو رکوالو.

**اَنبار خانو:** ذ. ڀنڊارو- گدام- توشاخانو. مخزن.

**اَنباري:** ث (ف: عماري) پالڪي- ڏولي. هاٿيءَ جي هودي- هنياري. محفو.

**اَنباري چڙهڻ:** وڏي درجي کي پهچڻ.

**اَنبَرُ:** ذ (سن) آسمان- آڪاس. فضا. هڪ قسم جو خوشبودار وکر.

**اَنبَري:** ص. آسمان يا ڪڪرن جهڙو (ڪاغذ). ماوي رنگ جو.

**اَنبڙي:** ث. اڻ پڪل انب- ڪچو انب- اَنبي.

**انبساطُ:** ذ (ع) خوشي. فرحت. مزو. عيش.

**اَنبُ ڪُنيرو:** ذ. ڪنيارڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**اَنبُورُ:** ذ (ف) ڪوڪن ڪڍڻ لاءِ هڪ لوهي اوزار- جَنبُور.

**اَنبُوري:** ث (ف) ننڍو انبور- جَنبُوري.

**اَنبوهُ:** ذ (ف) ميڙ- هجوم (ماڻهن جو).

**اَنبوه رِيش:** ث. گهاٽي ڏاڙهي- ڀنيي ڏاڙهي.

**اَنبياءُ:** ذ (ع: نَبي جو جمع) نبي سڳورا- پيغمبر.

**اَنبي مورو:** ذ. مَنڊيءَ جي ڇلي جو مشهور نمونو (سونارڪي ڪم ۾).

**اَنبيو:** ذ. قلمي نسخي ۾ هڪ صفحي جي آخر ۾ لکيل ٻئي سامهون واري صفحي جو پهريون لفظ.

**اَنبيرَڻُ:** م. کير کي جمائڻ لاءِ سنبان وجهڻ.

**اَنياءُ:** ذ (سن) يقين. آزمودو. سمجھ. پروڙ.

**اَنيو:** ز (سن: اَنيو) فهم- ادراڪ- سمجھ.

**اَنيُوڙو:** ذ. ونگوڙو (وارن جو)- چوٽو.

**اَنيي:** ث. ڄاڻ- پروڙ. قياس- گمان.

**اَنيي جوت:** ث. اندر جو سوجهرو- باطني نُور.

**اَنيي:** ث. ديگ ۾ گهماڻڻ لاءِ ڪاٺ جي ڏگهي ڏوئي.

**اَنتُ:** ذ (سن) آخر- پڇاڙي- ڇيھ. اندر جو راز- ڳجھ. حياتيءَ جو خاتمو- موت.

**اَنت ڪال:** ذ. موت جو وقت- پويون دَم.

**اَنت ڪڍڻ، اَنت لَهڻ:** ڳجھ يا راز معلوم ڪرڻ- منجھ ڪڍڻ.

**اَنت پار نہ هُجڻ:** لاحد هجڻ. بيشمار هجڻ.

**اَنِتُ:** ص (سن) بي بقا- فاني. عارضي.

انتباهُ: ذ(ع) تنبيه- تاڪيد. چِتاءُ. اطلاع.

انتخابُ: ذ(ع) چوندِ. ڏِتي ڪَتبِ. نثر يا نظم جو چونڊيل ٽڪرو.

انتخاباتَ: ذ (ع: انتخاب جو جمع) چونڊون (ووٽن ذريعي)- اليڪشن.

اَنتر: ذ. اندر- وچ. ۾- وچ ۾.

اَنتر آتما: ث. اندروني جذبا. دل- ضمير. رُوح.

اَنتر گيان: ذ. ڪشف- الهام- القاء.

اَنتر منتر: ٽوٽو ڦيٽو- ڪامڻ- جادو.

اَنترو: ذ(سن) راڳ ۾ "آستائي" (ٿلهه) کان پوءِ "مصرع" جي چوٿي پاڙ.

انتسابُ: ذ (ع) نسبت- لاڳاپو. تصنيف کي ڪنهن جي نالي منسوب ڪرڻ.

انتشارُ: ذ(ع) ڦوٽ- وِڳوڙ. چِڙو چِڙ ٿيڻ. مونجهارو.

انتظارُ: ذ(ع) واٽ ڏسڻ- اوسيئڙو. اونو.

انتظامُ: ذ(ع) بندوبست- اهتمام. جوڙجڪ- ترتيب. سرشتو.

انتظاميہ: ذ. انتظام رکندڙ عمو- انتظامي سرشتي جا فردَ.

انتقالُ: ذ (ع) هڪ هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ جو عمل- روانگي. لاڏاڻو- وفات.

انتقال اَراضي: ث. زمين جي ڪَٽي بدل.

انتقال نامو: ذ. ملڪيت جي بدل سدل جو دستاويز.

انتقالو: ذ. سڪرات واري وقت ۾ ڪيل خيرات. ڪاڻٽڻي جو ڀَت.

انتقامُ: ث(ع) وير- بدلو.

انتقامي ڪارروائي: ث. مخالفن کان بدلي وٺڻ لاءِ ڪيل عمل.

انتها: ث(ع) پڄاڻي- پڇاڙي- توڙ- آخر. تڪميل.

انتهاپسند: ص. ملڪي سياست ۾ ڪٽر نظريي وارو.

انتهائي: ص. انتها وارو- آخري. پڇاڙڪو.

اُنتي: ث. (سن) چاڙهو- واڌارو- ترقي.

انٽرويُو: ذ(انگ) ملاقات. ملاقات دوران معلومات جي پڇا ڳاڇا.

انٽرميڊيَٽ: ذ(انگ) ٻارهين جماعت.

اَنٽرنيشنل: ص(انگ) بين الاقوامي- عالمي.

اَنٽريسٽ: ذ(انگ) وياج. نفعو.

اَنجامُ: ذ(ف) پڇاڙي- خاتمو. عاقبت- نتيجو. واعدو- اقرار- وچن.

اَنجام شڪني: ث. واعدي خلافي- اقرار جي ڀڃڪڙي.

اَنجام ڪار: ظ. نيٺ- آخرڪار.

اَنجامي: ص. انجام وارو (ماڻهو). ٻول پَڙل.

اَنجبار: ذ. وهندڙ رَت بند ڪرڻ لاءِ دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽو.

اَنجلي: ث(سن: اَنجل) ٻُڪ- چُرون- ٻڪ.

اَنجُم: ذ(ع: نَجم جو جمع) تارا. تارو- ستارو.

انجمادُ: ذ(ع) ڄمڻ (پاڻي. برف وغيره) جو عمل.

اَنجمَن: ث(ف) جماعت- سڀا- سوسائٽي.

اَنجمَن آرا: ص. محفل سينگاريندڙ.

اَنجمَن اَفروز: ص. محفل کي روشن ڪندڙ.

اَنجن: ذ(سن) سُرمو- ڪجل. مرهم. هڪ جبل جو نالو. نانگ جو هڪ قسم.

اَنجنيرُ: ذ(انگ) پاڻيءَ اوزارن جي ڪم جو ماهر- مستري.

اَنجنيري ڪاتو: ذ. پاڻي، رستن ۽ عمارتن جي سنڀال جو ڪاتو.

اَنجَڻ: م. اُٻاٽجڻ. ٽڙپڻ- لُڇڻ.

اَنجڻ: ث(انگ) مشين- ڪَل.

اَنجني: ث. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم- ننڍي هرڙ.

اَنجيرُ: ذ(ف) هڪ قسم جو ميوو.

اَنجيسُ: ذ(انگ) دروازي جي طاقن کي جهليندڙ لوهي چيڙي.

اَنجيڪشَن: ث(انگ) سُئي هڻڻ (جسم ۾) جو عمل.

اَنجيلُ: ذ(ع) حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب.

اَنجَهہ: ث. وهندڙ ڳوڙهو- سنهو لڙڪ.

انچ: ذ(انگ) هڪ فوٽ جو ٻارهون حصو.

انچارج: ذ(انگ) ٻئي جي ٻاران ڪم سنڀاليندڙ- عيوضي.

اَنچلاسُر: اسم خاص. ننگرپارڪر ۾ ڪارونجهر ٽڪر تي هڪ تيرٿ جو نالو.

اَنچلو: ذ. چاني- پرُوڻ. صافو.

اَنچَرُ: ص. جهجهو- جام. ڍڳَ.

انحرافُ، انحرافي: ذ (ع) حڪم مڃڻ کان انڪار. حڪم عدولي. نافرماني- سرڪشي.

انحصارُ: ذ(ع) آڌار- دارومدار.

انحطاطُ: ذ(ع) تنزل. ڪمي- گهٽتائي.

اَنداري: ث. ڪڙو. ڪنڊو. بانس جي اندرين ڳنڍ.

اَندازُ: ذ (ف) طرز- نمونو- ڍنگ. ڍَول- ٻيهڪ. وزن. مقدار. ڳاڻيٽو. ڪَٽ- تخمينو. (ص) اُڇلائيندڙ- مرڪب لفظ ۾ ڪم ايندڙ پڇاڙي (تيرانداز وغيره).

اَندازاً: ذ. تقريباً- تُلهي ليکي.

اَندازو: ذ. ڪَٽ- تخمينو.

**اندازو ڪرڻ:** تخمينو لڳائڻ. ڪٿ ڪرڻ.

**اَندامُ:** ذ(ف) لڱ- عضوو- انگ.

**اَندر:** ظ(ف) منجهه- ۾.

**اَندَرُ:** ذ(ف) اندريون پاڳو- وچ- منجهه. دل- قلب. راز. ڀيد.

**اندران تي اچڻ:** ڪنهن جي اندر جو راز معلوم هئڻ. گهر مان جهاتي پائي اچڻ.

**اَندر اُجارڻ:** قلب تان ڪٽ لاهڻ. من کي پاڪ ڪرڻ.

**اَندرَ باهَرُ:** ذ. ظاهر باطن. شعور ۽ لاشعور. (ص) گهر ۾ غير موجود- مسافريءَ ۾.

**اَندر ٻهرو:** لائي چائي ڪندڙ- منافق.

**اَندر ٺرڻ:** دل جو ساڙ نڪرڻ- خوش ٿيڻ.

**اندر ساڙڻ:** دل کي ڏک ڏيڻ. جگر جلائڻ.

**اَندر ڪُندو:** ص. حاسد- ساڙوندو. منافق.

**اَندو کوٽو:** منافق- دغاباز. بدخواهه.

**اَندر ۾ لُنڊيون هجڻ:** دل ۾ دغائون هئڻ- بدخواهه هئڻ.

**اَندر وارو:** دل جو قاضي- ضمير.

**اِندَرُ:** ذ(سن) لوڪ ڪهاڻين ۾ ديون ۽ پرين جو بادشاهه- راجا اندر.

**اندر جو آکاڙو:** راجا اندر جي محفل جي جاءِ. حسين عورتن جي محفل.

**اِندر سَڀا:** ث. راجا اندر جي دربار.

**اِندراجُ:** ذ(ع) دَرج ڪرڻ جو عمل- داخلا.

**اندرجَو:** ز(ف) پسارڪي وکر جو هڪ قسم- زنگي گل.

**اَندَرون:** ظ(ف) اندريون- وچون.

**اَندَروُني:** ظ. اندريون. لڪل- ڳجهو. باطني. معنوي.

**اِندري جُلاب:** ذ. گهٽو پيشاب آڻڻ لاءِ پسارڪي دوا. پرميل جي بيماري ڇٽائيندڙ دوا.

**اَندرين:** ث. مَلهم اندرئين پاسي وارو جانئو.

**اَندرين ٻاهرين وَهڻ:** ٻچاپڙائي ڪرڻ.

**اَندرين هڻڻ:** ڳجهو وڙهڻ. دغا ڪرڻ.

**اَندريون:** ص. اندر وارو. باطني. (ث. اَندرين).

**اَندوهُ:** ذ(ف) غم- ڏک- افسوس.

**اَندوها:** اکين اڳيان اونداهي (ڏک سبب).

**اَندوهگين:** ص. ڏکويل- دردمند- غمگين.

**اَندوهناڪ:** ص. دردناڪ- ڏکدائڪ.

**اَنديشو:** ذ(ف: انديشہ) گمان. امڪان. ڊپ- ڪٿڪو- اُڌڪو.

**اَنڌ:** ذ. اَنڌائي. جهالت. تڪبر- مغروري.

**اَنڌُ تي چڙهڻ:** ظلم تي سندرو ٻڌڻ. ڏاڍ ڪرڻ.

**اَنڌا اُونڌا:** انڌ ڄاڻ- ڪاٻڙوتي (حڪيم)- ڪوڙيچ.

**اَنڌارو:** ذ. اونده- تاريڪي- سياهي (رات جي).

**اَنڌاري:** ث. اونده. وهٽ کي ٻڌل اکيانڙي. اَنڌ (اکين اڳيان).

**اَنڌاري ڪوٺي:** ث. ڪال ڪوٺڙي (جيل ۾). اونداهي ڪوٺي.

**اَنڌالُ:** ص. اَنڌو- نابين.

**اَنڌا مَنڌا:** معذور- لاچار.

**اَنڌائي:** ث. نابينائي- انڌپڻ. مستي (نشي جي). بيپرواهي. جهالت. بيحيائي. تڪبر.

**اَنڌپڻ:** ذ. اَنڌائي. جهالت. جوش. ڪاوڙ.

**اَنڌ ڌُنڌ:** ذ. اونده. انڌو ڪار. بدانتظامي. وگوڙ. بي انصافي. ظلم.

**اَنڌر مَنڌر:** ظ. هرهر- ذري ذري- وري وري.

**اَنڌڙي:** ث. گاهه جو هڪ قسم.

**اَنڌڪار:** ث. اونده. ڪاري رات.

**اَنڌو:** ص. اکين وڃو- نابين. ناشناس. بيشرم. بيپرواهه. مست (نشي ۾). مغرور. جاهل- گمراهه. (ث. اَنڌي).

**اَنڌو ٿيڻ:** نظر وڃڻ. بيحيا ٿيڻ. گمراهه ٿيڻ.

**اَنڌو اُونڌو:** بيوس- لاچار- مجبور.

**اَنڌو اُونڌو ٿيڻ:** اکيون پوري لڳو رهڻ (ڪم ۾). خدمت چاڪري ڪرڻ. اکن ڇڪڻ ٿيڻ.

**اَنڌن جي خيرات:** ننڍڙو مال. مفت جو مال. آسان ۽ معمولي ڪم.

**اَنڌن ۾ ڪاڻو:** نالائقن جي ٽولي ۾ ٿوري لياقت وارو.

**اَنڌي جي لَٺ:** پيريءَ جو سهارو. گذران جو وسيلو. پرجهلو. ٽيڪ- سهارو.

**اَنڌي واري اُپت ڪرڻ:** ڦرڻ- ڪجهه به نه ڇڏڻ.

**اَنڌوڪارَ:** ث. گهگهه اونداهي. جهڪ يا جهڙ سبب ٿيل اونده.

**اَنڌو کُوهه:** ذ. ٻير تو ڦٽل کوهه.

**اَنڌو مَنڌو:** ڪين جهڙو- نه هئڻ برابر.

**اَنڌي جُهومرَ:** بنا سوچ ويچار جي تياري ۽ روانگي.

**اَنڌي:** ث. ڪنار- وَٽ (ڪپڙي جي). درياءَ جي وڪڙواري جهنڊ.

**اَنڌيرُ:** ذ. انڌ ڌنڌ. بي انصافي- انياءُ. ظلم- ڏاڍ.

**اَنڌير نَگري:** ث. جنهن شهر ۾ انصاف نه ملي. ظلم جو شهر.

**اَنڌيرو:** ذ. اونده- تاريڪي.

**اَنڌيري گهر جو سوجهرو:** سڪيلڌو ۽ اڪيلو ٻار.

**اندَ:** ٿ.پَر-وَٿَ- ڪَپَرُ.اُهڃ- اشارو.

**اُندَ:** ٿ.بهانو.عذر.آڙ-آڏ.

**اُند جا بُند ڪرڻ:** هڪ جي ٻي ڪرڻ- اٽي جو گهوبانو ڪرڻ.

**اُند وٺڻ:** بهانو ڳولڻ.آڙ وٺڻ.

**اندا:** ذ.آلي مٽيل پٽيءَ تي قلم سان اکرن جا نشان.

**اندا پائڻ:** اکرن جي مشق پچائڻ.

**اند پَين:** ٿ(انگ) مَس واري پين- فائونٽن پين.

**اُندڙي:** ٿ.حصو-پاڱو- پتي.

**اُند گُند:** ذ.ڪِن ڪچرو.منجهيل شيون.

**اندلَٺ:** ٿ.برسات ۾ آسمان تي ظاهر ٿيندڙ ست رنگن وارو ڪماني پٽو- قوس قزح.

**اَندو:** ذ.حد.پاڻيءَ جي چاڙهه جي حد.

**انڊيڪس:** ذ(انگ) ڪتاب جي آخر ۾ اشارتي فهرست.

**انڙَ:** اسم خاص.سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**اُنڙ:** اسم خاص.سنڌ جي "سما" گهراڻي جي حاڪمن مان هڪ جو نالو- جام اُنڙ.سنڌ ۾ هڪ ذات.

**انزالُ:** ذ(ع) ڇوڙ(مباشرت ۾).

**اَنس:** ذ(سن) اتپور انگ جو مٿيون انگ.

**انس:** ذ(ع) ماڻهو- انسان ذات.

**اُنسُ:** ذ(ع) محبت- پيار- الفت.انساني همدردي.

**اَنسابُ:** ذ(ع:نَسَب جو جمع) نَسل- پيڙهيون.خاندانَ.شجرا.

**اَنسارُ:** ذ.ڪاري جي پيڙهيءَ ۾ "بَندول" ۽ "ڪُن" جي دنگ واري ٿلهي ڪاٺي.

**انسانُ:** ذ(ع) آدمي- ماڻهو- بشر.

**انسان ٿيڻ:** ماڻهپي ۾ اچڻ.

**انسانيت:** ٿ.آدميت- ماڻهپو.شرافت- اخلاق.فضيلت.

**انسانيت کان ٽپي وڃڻ:** ماڻهپو ڇڏڻ- وحشي ٿيڻ.

**انسائڪلوپيڊيا:** ٿ(انگ) علم ۽ فن متعلق جملي معلومات وارو حوالاتي ڪتاب- دائرة المعارف- قاموس.

**انسپيڪٽر:** ذ(انگ) معائنو ڪندڙ.

**انسٽيٽيوٽ:** ذ(انگ) ادارو- علمي ادارو.

**اَنسدادُ:** ذ(ع) روڪ- بندش.

**انشاء:** ٿ(ع) خط و ڪتابت جا اصول.مضمون نويسي.اعلي درجي جي عبارت.

**انشا پرداز:** ذ.مضمون نويس.لکڻ جو ماهر.ليکڪ.

**انشا پَردازي:** ٿ.مضمون نويسي.اعلي درجي جي عبارت آرائي. ادبي ڍنگ جي لکتي.

**انشاءَ الله:** جملو(ع) جيڪڏهن الله پاڪ گهريو.

**انشراحُ:** ذ(ع) دل جو کُلڻ.سرهائي- خوشي.انبساط.

**انشورنس:** ٿ(انگ) ويمو.

**اَنصارُ:** ص:(ع.ناصرُ جو جمع) مددگار- واهرو.(ذ) مديني جا مسلمان جن نبي سڳوري(ﷺ) ۽ سندن مهاجر اصحابن کي پناهه ڏني هئي.

**انصاري:** ص.'انصار' مسلمانن جو فرد.(مديني جا رهاڪو)

**انصافُ:** ذ(ع) عدل- نياءُ- داد.

**انصاف پسند:** ص.عادل.نياءُ ڪار.

**انصاف ملڻ:** قدر ڪرڻ.داد ڏيڻ.ساراهڻ- ڳڻ ڳائڻ.

**انصاف طلب:** ص.ويچار جوڳو- قياس جوڳو.انصاف چاهيندڙ.

**انصافي انصاف:** پورو پورو نياءُ- صحيح فيصلو.

**انصرافُ:** ذ(ع) روانگي.نيڪال.

**انعامُ:** ذ(ع) بخشش.سوغات- سوکڙي- تحفو.

**انعام اڪرامُ:** ذ.بخششون ۽ عزتون.سوکڙيون پاکڙيون- تحفا تحائف.

**انعامي:** ص.انعام وارو.انعام جو لائق.

**انفاذُ:** ذ(ع) حڪم جو اجراء- تعميل.

**اَنفال:** ذ(ع) غنيمت جو مال- مال غنيمت.قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

**انفرادي:** ص(ع) اڪيلو- تنها.ذاتي- شخصي طرح.

**انفراديتَ:** ٿ(ع) يڪتائي.شخصيت.علحيده.خاصيت.

**انفرادي هَستي:** ٿ.شخصي وجود.

**انفرميشن:** ٿ(انگ) اطلاع- خبر- سُڌ.

**انفرميشن آفيسر:** ذ.اطلاعات کاتي جو هڪ عملدار.

**انفلوئنزا:** ٿ(انگ) نزلي وارو بخار.

**انفينٽري:** ٿ(انگ) پيادي فوج- پلٽڻ.

**اَنقباضُ:** ذ(ع) سـهـ جي مونجهه.طبيعت جي ساڻائي.

**اَنقلابُ:** ذ(ع) ڦيرو- گردش.تبديلي.حڪومت جو ڦيرو حڪومت جي تبديلي لاءِ تحريڪ.

**انقلابي:** ص.انقلاب جو حامي.انقلاب وارو.

**اَنڪارُ:** ذ(ع) نا ڪار- نابري.نه مڃڻ.حڪم عدولي.

**انڪاري:** ص. نه مڃيندڙ- نه ٻرئيواريندڙ- منڪر.

**اَنڪسارُ:** ذ (ع) عاجزي- نوڙت- نهٺائي.

**اَنڪشافُ:** ذ (ع) ڍڪ لاهڻ- پردو لاهڻ. ڪولي ظاهر ڪرڻ. اظهار پڌرائي.

**انڪم ٽيڪس:** ذ (انگ) آمدنيءَ تي سرڪاري محصول.

**اَنڪُوائري:** ث (انگ) جاچ جوچ. پڇاڳاڇ- تفتيش.

**اَنڪرو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو.

**اَنگَ:** ث. اَنگهه. چير. سُوري- ڦاٽي.

**اَنگُ:** ذ. عدد. عضوو. بدن- جسم.

**اَنگ اَڙڻ:** نصيب جو ليکو ٽيڻ. پلاند اٽڪڻ.

**اَنگُ:** ث. اهڃاڻ- آريکڻ. چٽ.

**انگ اکر:** ذ. حساب ڪتاب جو تفصيل.

**اَنگ اُگهاڙو:** ص. ننگو. مسڪين- غريب.

**انگُبازُ:** ص. ملھ جا انگ ڄاڻندڙ. اٽڪلي. حرفتي.

**اَنگ ڀَنگ ڪرڻ:** خراب ڪرڻ- بگاڙڻ. گڙٻڙ ڪرڻ.

**اَنگ ڄائو:** ص. سڳو (پٽ)- پيٽ ڄائو.

**اَنگ ڳڻتو:** ذ. ارٿميٽيڪ.

**اَنگ وِديا:** ث. علم بدن- سرير جو علم.

**اَنگي حسابُ:** ذ. حسابن جو ڪتاب- رياضي.

**اُنگ:** ث. ننڊ جو خمار- اونگهه. غشي. چشم پوشي. سورهي وڃڻ جي حالت.

**اَنگارَڻُ:** م. ليڪن- ٻاهريون گهيرو ڪڍڻ.

**اَنگاسُ:** ذ. جهنڊو- عَلمُ- نيزو.

**اَنگاسي:** ث. چچهري.

**اَنگبين:** ث (ف) ماکي.

**اَنگڇَڻُ:** چٿڻ- انگ ڇڳڻ. ڪُٺل جانور جي عضون جو جدا جدا ٿيڻ.

**اَنگرکو:** ذ. پهراڻ- چولو- ڪُڙتو (ڪَهِيڻ وارو).

**اَنگري:** ث. زره- پاکر.

**اَنگريزُ:** ث. انگلينڊ جو رهاڪو- فرنگي. گورو.

**انگريزي:** ث. انگريزن جي ٻولي.

**اَنگڙ ٻنو:** ص. ڏنگو ڦڏو- انگڙ ونگڙ. (ذ) هڪ قسم جي ٻار تي راند.

**اَنگُڙو (آنگڙو):** ذ. ڪنيو. آنڪڙو. ڪانيءَ ۾ ٻڌل ڪنيو يا وريل ڪاني (جنهن سان وڻن مان ميوو پٽجي). ڏنگو ڦڏو ڪر. ملھ جو هڪ داءُ- ڄاڻو. انگ جو اسم تصغير- عضوو.

**اَنگڙا وهائڻ:** ڏنگا ڦڏا ليکا ڪڍڻ. بي معني اکر لکڻ.

**انگڙ ونگڙ:** ص. ورو ڪڙوارو- ڏنگو ڦڏو. منجهيل.

**اَنگڙياتُ:** ذ. پچاريءَ جو هڪ قسم (اڪيلي ڍڳي لاءِ).

**اَنگڙيارو:** ص. ورو ڪڙوارو- ڏنگ ونگڙو- پيچدار.

**اَنگُشت:** ث (ف) آڱر.

**اَنگشت نمائي:** ث. آڱر کڻڻ- عيب جوئي. خواري- بدنامي.

**اَنگُشتانو:** ذ (ف) پيرت يا ٽوپي وقت سُئيءَ کان بچڻ لاءِ آڱر تي چاڙهيل لوهي ٽوپي.

**اَنگلُ:** ذ. ماتو- ڪوڏ- لاڏ. ناز- نخرو.

**اَنگل آرا:** ناز نخرا- مان. لاڏ ڪوڏ.

**اَنگلي:** ص. انگل ڪندڙ- نخريلو.

**انگلستان:** اسم خاص. انگلينڊ- برطانيا.

**اَنگلش:** ث (انگ) انگريزي ٻولي.

**اَنگڻُ:** م. انگ هڻڻ. نشان ڪرڻ. ذبح ڪيل جانور جي کل لاهي عضوا جدا جدا ڪري وڍڻ.

**اَنگِڻي:** ث. نشان ڪرڻ يا نپي هڻڻ جو اوزار.

**اَنگو:** ذ. ڦرن کي ڏاندن کان روڪڻ لاءِ وات تي ڪنين جو ٻوٽاڙو.

**اَنگوڇو:** ذ. گوڏ ٻڌڻ جو ڪپڙو- پوتڙو.

**اَنگُورَ:** ذ (ف) هڪ قسم جو ميوو. ڳُونچ- گوشو. ٻور. زخم جي سوڄ. ڦٽ جو پڪل مُنهن.

**انگور نڪرڻ:** ڳُونچ ڦُٽڻ. خراب نتيجا ظاهر ٿيڻ.

**اَنگورجَڻُ:** م. مورجڻ (وڻ). ڳُونچ يا گوشا ڪڍڻ. پرجڻ (ڦٽ. زخم).

**اَنگوري:** ذ. هڪ قسم جو ديسي شراب (انگورن مان ٺهيل).

**اَنگُوڙو:** ذ. لوهار کي ڪم جو هڪ اوزار- انبور.

**انگونگڙو:** ص. انگڙونگڙ- آڏو ڦڏو.

**اَنگي:** ث. چولي- ڪَنجري. گج جو اڌ.

**اَنگيٺي:** ث. لوهي چلھ- سگري.

**اَنگيزي:** ث. اُڀار (جذبات جو). اُٿپ.

**اَنگيڪار:** ث (سن) قبوليت- مڃتا. رضامندي.

**اَنگيلو:** ذ. ٽ جي ٻڌڻ لاءِ کُتل ڪاني.

**انگين اکرين:** انگن ۽ لفظن ۾ ڄاڻايل.

**اَنگُهه:** ث. ڪانيءَ جي وريل ڪُٽ (جنهن ۾ اٽڪڻ سان رهڙ اچي يا ڪپڙي کي چير اچي). چير. چهڪ.

**اَنگهن چڙهڻ:** سوريءَ تي چڙهڻ.

**انگهن سان اَٽڪڻ:** ڏکئي هنڌ اڙجڻ.

**اَنگهون پائڻ:** چير چير ڪرڻ- چڻ ڦاڙ ڪرڻ.

**انگهڻُ:** م. ڪنهن لچڪدار شيءِ (رٻڙ وغيره) جو ڇڪجڻ سان واڌ ڪائڻ. ڊگهو ٿيڻ. وڌي وڃڻ. ديربوڻ (ڪم ۾).

**اُنگهو:** ص. بنا ڳيه (پَت)- رکو. ٻاٽيءَ جهڙو ڦڪو. ڦِڪڙو.

**اَنمولُ:** ص. بي بها- قيمتي.

**اَنَناسُ:** ذ. هڪ قسم جو ميوو- اَناس.

**اَننتُ:** ص (سن) بيحد- بي اَنت- اَپار.

**اَنوا:** ذ (ع) آسمان ۾ آبهوا جي تبديليءَ سبب.

**انوادي:** ذ. علم موسيقيءَ ۾ سُر. جيڪو تسلسل کي ٽوڙي. اِڪتي پوٿتي لڳي. جيئن 'سا' کان پوءِ 'ري' چڙهي 'گا' تي پهچڻ.

**اَنوارَ:** ذ (ع: نورُ جو جمع) تجلا- چمڪا.

**اَنواعَ:** ذ (ع: نوع جو جمع) قسم- نمونا.

**اَنُونو:** ص. عجيب- اجوکو- غير معمولي.

**اَنُوپ:** ذ (سن) انوکو- لاثاني. اوپرو- ڌاريو.

**انوڙي:** ث. پهريون پيٽ ويا ميل- پهريت.

**اَنُوسار:** حرف جر (سن) موجب- مطابق- پٺاندر.

**اَنوکو:** ص. نرالو- نيارو. عجيب. (ث. اَنوکي).

**اَنُومانُ:** ذ. اندازو- ڏکو. گمان- قياس.

**اَنوماني:** ص. قياسي- وِسواسِي.

**اُنه:** ظ. انڪار جي ورندي.

**اَنَهدُ:** ذ (سن) اندر جو آواز- مَن واڻي.

**انهدامُ:** ذ. ڊاهڊوهه- ڀڃ ڊاهه- بربادي.

**اَنهماڪُ:** ذ (ع) غور. محويت. سخت مشغولي. انتهائي شوق.

**اُنهمُون:** ذ. بيحال- ٿڪل.

**اَنهيارُ، اَنهيَرُ:** ذ. شاديءَ جي رسم ۾ گهوٽ جو محافظ- اَهنَرُ.

**انهيڻءَ پر:** انهيءَ ريت. ائين ڪرڻ سان.

**انيان:** ظ. هِتان- اِتان- هن هنڌان.

**اَنياءُ:** ذ (سن) بي انصافي. ظلم- انڌير.

**اَنيت:** ص. بي انصافي. بدفضيلتي. هلي چليءَ جي اُبتڙ.

**اَنيراءِ:** اسم خاص. ڪانياواڙ جي هڪ راجا جو نالو (جنهن ٻيجل معرفت راءِ ڏياچ جو سر وڍايو).

**اَنيسُ:** ص (ع) دوست. گڏ وندرورونه ڪندڙ.

**اَنيڪُ:** ص (سن) گهڻا- بيشمار.

**اَنيميا:** ذ (انگ) جسم ۾ رت جي کوٽ جو مرض.

**اَنَ، اَنَ:** ظ (سن. اَن) نه- بغير- سواءِ- کان سواءِ. مرڪب لفظن ۾ صفتي ڳيڙي طور ڪم ايندڙ (جيئن: اَن موٽ. اَن وتندڙ وغيره).

**اَڻ آريو:** ذ. اڻ سڌريل. اناڙي- جاهل.

**اَڻ اُيرئي:** ظ. سج اُيرڻ کان اڳ- فجر سان.

**اَڻ پُونيو:** ص. پرڏيهي- غير ملڪي. مسافر. ڌاريو.

**اَڻتارُو:** ص. تَري نه چاتندڙ.

**اَڻ توريو:** ذ. نه تُريل. بنا تورڻ جي.

**اَڻ توَنيو:** ص. بي سمر. تنگدست. بي روزگار.

**اَڻ ٿيَنِي:** ث. نه ٿيڻ جهڙي. نه ٿي سگهڻ جهڙي. ناممڪن.

**اَڻ نهندِي:** ث. ناسازي- اَتبَت.

**اَڻ پُڇو:** پڇڻ کان سواءِ- بنا پڇڻ جي. ٻڪ سان- يقيناً. (ث. اَڻ پُڇي).

**اَڻ پُختائِي:** ث. ڪچائي.

**اَڻ پڙهيو:** ص. بي علم- جاهل.

**اَڻ پُورو:** ذ. اڌورو- ناقص- نامڪمل.

**اَڻ پِتي جا نشا:** بيوقوفيءَ جون ڳالهيون. جڏا ڪم.

**اَڻ جوڙ:** ص. بي جوڙ. اگهو- بيمار. نامناسب.

**اَڻ جوڳو:** ص. نه سونهندڙ- نامناسب- اجوڳ. ڪُڌو (ڪم).

**اَڻ جيسُ:** ص. نابرابر. لاثاني- بي مثل.

**اَڻ ڄاتو:** ص. ناواقف. نامعلوم.

**اَڻ ڄاڻائي:** ث. بيخبري- ناواقفيت. ناداني. جهالت.

**اَڻ چِٽو:** ص. جَهڪو- اڻ لکو. بنا چٽن جي.

**اَڻ چُوندو:** ص. نه چَوندڙ- خاموش.

**اَڻ چَڙيل:** ص. بوسو نه لٿل چانور.

**اَڻ ڏٺل:** ص. نه ڏٺل. ڏسڻ کان سواءِ. غائبانو- پرپٺ.

**اَڻ ڏني:** اتهوند تي- ڏک ٻک تي.

**اَڻ رهائيندو:** ص. ناروا- نامناسب. شرع جي خلاف (سڱ جو رشتو)- ناجائز. (ث. اَڻ رهائيندي).

**اَڻ سانگو:** ص. بي سبب. بي پهچ. ڪوتاهانديش.

**اَڻ سڌو:** ص. وَروارو- ڏنگو- ڦڏو. (ث. اَڻ سڌي).

**اَڻ سَڏيو:** ص. بي دعوتيو. بي تڪلف.

**اَڻ سَرَندي:** ث. بي پهچي- بي طاقتي. بيوسي- لاچاري.

**اَڻ سَنيُوڙي:** سنيريل ءَ تيار نه هئڻ واري حالت.

**اَڻ سُونهون:** ص. اڻ واقف. بيخبر.

**اَڻ سُهائيندو:** ص. نه جڳائيندڙ- نامناسب.

**اَنَ ڪونيو:** ص.بنا سڏ يا دعوت جي- بي دعوتيو. (ث.اَنَ ڪوني).

**انَ ڪُٿ:** ص.اڪيچار- بيشمار. نڪٿندڙ.

**اَنَ گُسُ:** ص.نگسندڙ- بي خطا. اَٽر. دلير.

**اَنَ ڳاج:** ص.بيخيالو. لاغرض.

**اَنَ ڳڻيو:** ص.ڳڻڻ کان ٻاهر- بي انداز. بيشمار.

**اَنَ گهڙيو:** ص.جو گهڙيل نهيل نه هجي- بيڊولو. اڻ سڌريل.

**اَنَ گهڙيو ڪاٺ:** اڻ سڌريل ۽ اڻ آزمودگر.

**اَنَ لائق:** ص.نه مناسب. اڻ جوڳو. نه قابل.

**اَنَ لَڀُ:** ص.نه لڀندڙ. ناياب. نهايت قيمتي- بي بها.

**اَنَ لَکو:** ص.جو محسوس ڪري نه سگهجي. تمام ننڍڙو- ذرڙو. بي اثر (ث.اَنَ لکي).

**اَنَ مَٽُ:** ص.بيمثل. لاجواب. بي بها.

**اَنَ مُوافقُ:** ص.نه ٺهڪندڙ. نابرابر- ناموزون.

**اَنَ موٽُ:** ص.موٽي نه ايندڙ. اٽر- اٽل. بهادر- پهلوان. اڻ گُس.

**اَنَ ميل:** ص.پيچ نڪائيندڙ- نه ٺهڪندڙ.

**اَنَ مَيو:** ظ.جو ماپي يا مَئي نه سگهجي. بي انداز- بي شمار. تمام گهڻو. (ث.اڻ مئي).

**اَنَ واقفُ:** ص.اڻ سڃاتو. نه ڏٺل. ڏاريو. اڻڄاڻ. اڻ سونهون. بيخبر.

**اَنَ وِرچ:** ص.ڪم کان نه ٿڪجندڙ- اورچ.

**اَنَ وَنتَ:** ث.ناسازي- اڻ ٺاهه. نااتفاقي- ڪلفت.

**اَنَ وِسَهُو:** ص.بي اعتبار. بي ويساهو. شڪي.

**اَنَ وَڻندو:** ص.ناپسند. خراب- ڪنو.

**اَنَ وِڪُو:** ص.جو وڪري لاءِ نه هجي. نه وڪيل.

**اَنَ هُوند:** ث.مال ملڪيت نه هئڻ جي حالت- غربت- مفلسي. عدم موجودگي.

**انَ هوند مان هُوند ڪرڻ:** غريب مان شاهوڪار ٿيڻ.

**انَ هوند وارا:** غريب- مفلس- (ضد..هوندوارا).

**اَنَ هُوندو:** ص.اڻ جيو. خواهه مخواهه. سُست- بيڪار.

**اُتات:** ث.اُتاوت- اُتت- اُتڻ جو ڪم ۽ نمونو.

**اَتاٿ:** ث.مينهن نه وسڻ جي حالت. قحط. ڪوٽ- ڪمي- قلت.

**اَتانو:** ذ.سُڪل- نوٽ (زمين).

**اَتاسو:** ص.بي نڪو- بي ثمر. نُوڌ. ندورو. (ث.اتاسي).

**اَتاسو اَن ڪائڻ:** اجايو جيئڻ.

**اُتاسي:** ص.هڪ عدد (79)- سَت ڏهاڪا ۽ نوَ ايڪ.

**اَتانگو:** ص.ڏکيو- مشڪل- اوکو. (ث.اتانگي).

**اَتانگا آرَ:** درياءَ جي وهڪري جا تکا تيز ڪُن.

**اُتانوي:** ص.هڪ عدد (89)- اَٺ ڏهاڪا ۽ نوَ ايڪ.

**اُتاوَتَ:** ث.اُتڻ جو نمونو. اُتڻ جو ڪم. اُتت- اوڄ.

**اُتائڻُ:** م.ڪپڙو نهرائڻ- اتاوت ڪرائڻ.

**اَتائو:** ص.ڏکيو (درياءَ- رستو) اوکو- اهنجو. مخالف (واءُ). (ث.اَتائي).

**اَتائو واءُ لڳڻ:** بدنصيبي اچڻ- قسمت ڦرڻ.

**اُتائو:** ذ.ٻٽ ڏانون جي- اَڻ ڏانوتيو (اُٺ).

**اُتائي، اُتاتي:** ث.اُتت جو نمونو. اُتڻ جو اجورو.

**اَتبَت:** ث. بي اتفاقي- ناسازي- اڻ ٺاهه. ڪلفت. تڪرار- مخالفت- دشمني.

**اَتپُ:** ذ.رڪني- پوڳني. "ستپ" جو ضد.

**اَتپو:** ص.بنا ستپ جي- بنا گيهه يا تيل جي- رکو. سڪل- خشڪ. (ث.اَتپي).

**اُتت:** ث.اُتڻ جو ڪم- اوجو- اُتاوت. اُتڻ جو نمونو.

**اُتَ تُڻَ:** ث.ڳڻتي- چنتا. هُرکر- آنڌ مانڌ. انتظار.

**اَتٿُ:** ص.مضبوط. پختو. نه ٿڪندڙ.

**اَتَرُ:** ذ.ضرور ٿيندڙ. اَٽل.

**اُنتيهه:** ص.هڪ عدد (29)- ٻه ڏهاڪا ۽ نوَ ايڪ.

**اُنتيهين اونداهي:** ث.گهگهه اونداهي ۽ ڪاري رات.

**اَتپُورُ:** ذ.پڳل انگ. رياضي موجب پڳل انگن وارا حساب.

**اَتجاڻ:** ص.نه ڄاڻندڙ. ناواقف- اڻ سونهون. بي سمجهه- بي عقل- نادان. بي علم. بيگانو.

**اُتَ جَهڻ:** ث.آنڌ مانڌ- هُرکر. اُڌڪو- انديشو.

**اتڪ:** ث.ذرو- اَتو- ذرڙو.

**اتڪ نه ڪُڇڻ:** ذرو به نه ڳالهائڻ- ٻڙڪ به ٻاهر نه ڪڍڻ.

**اُتڪ:** ذ.اُٺڻ.

**اَتڪي:** ص.نه ڪيل- اَڻ ڪئي.

**اُتک:** ث.ٿورڙي خبر- ڪَڙڪ.

**اَتکو:** ص.اڳيو- بيمار. ڪچو- پيسو.

**اتموٽ:** ص.سورمو- جوڌو. ضدي.

**اَتنگُ:** ص.اتنگو- اتنو.

**اُتڻُ:** م.اتاوت ڪرڻ (ڪپڙو وغيره)- اوجو ڪرڻ.

**اَتو:** ذ.تمام ننڍڙو ذرو- ذرڙو. جزو. اتم.

**اُتو:** ذ.اَن جي ڪوڙي- اَن جي ڍڪڙي.

**اَنوَتُ:** ذ. پير جي آڱوٺي ۾ پائڻ جو ڇلو (جنهن ۾ ڇمڪيون بہ هجن).

**اَنوَٽي:** ث (ھ: اَنوَٽُ) ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

**اَنونو:** ص. ضدي- هوڏي- نٺر. نرلجو.

**اُنونجاھَ:** ص. هڪ عدد (49)- پنجاھ مان هڪ گهٽ.

**اُنويھَ:** ص. اوڻيھ (19).

**اُنويھون:** ص. اوڻيھون.

**اُنهَتَر:** ص. ستر مان هڪ گهٽ وارو عدد (69).

**اُنهَٺ:** ص. سٺ مان هڪ گهٽ وارو عدد (59).

**اَنهي:** ظ. سدائين- هميشہ- بارهوئي.

**اَني:** ث. چهنب- نوڪ (پالي جي). ذري.

**اَنيارو:** ذ. پهلودار. چهنبيارو.

**اُنيتاليھ:** ص. اوڻيتاليھ (39).

**او:** حرف ندا. اڙي!- اي! (سڏ جو آواز)

**اُو، اُوءِ:** ض. اُهو- هو.

**اَوات:** ث. خراب رستو- اوجهڙ- ڪَوات.

**اَواتو:** ص. گمراھ- ڀٽڪيل ڀليل- منجهيل.

**اَواڙَ:** ث. ڳولا- تلاش. رولڙو (تلاش ۾).

**اَواڙَ:** ص. اجائي- نڪمي- بيفائدي.

**اَواڙو:** ص. ڏکيو. اوجهڙ وارو- اَٽانگو.

**اَواڙو هلڻ:** اَڏنگي روش هلڻ.

**اَواسَرَ:** ث. اَڻاٺ- قلت. ڏڪار.

**اَوالو:** ص. بي عقل- بي سمجھ- موڳو.

**اَوامر:** ذ (ع) "اَمر" جو جمع- حُڪم- احڪام.

**اَواندو:** ذ. ٻاريءَ ۾ پاڻي وهڻ لاءِ اَڏ ۾ آيل ٽڪو.

**اَوائلُ:** ذ (ع: اَول جو جمع) شروعات- منڍ.

**اَوائلي:** ص. شروعاتي- ابتدائي.

**اَوائي:** هلڪڙو- موڙهل- توائي.

**اَوائي توائي:** ڀٽڪندڙ ۽ بتال- ڏسي وائسي نہ هلندڙ.

**اوبارَڻُ:** م. ڪاٺي بچائڻ (ڪاڏو)- جُونو ڪرڻ.

**اوبارو:** ص. اوباريل- جُونو (ڪاڏو).

**اوبارو گُرنھ:** ذ. نہ ڪائڻ جهڙي شيءِ.

**اوباشُ:** ص (ف) رولو- آواره. بد چال. بدمعاش.

**اوباهڻُ:** م. بچائڻ. بخشڻ- معاف ڪرڻ. ڇوٽڪارو ڪرڻ. پار اَڪرڻ (گُنهن مان).

**اوباهيو، اوپايو:** ذ. ماڻهوءَ جو نلو.

**اوبَر، اوبَر:** ث. ڪني بچايل ڪاڏو- جونو ڪاڏو.

**اوبر سوبَر:** لُبيل- جُونو- ڪائي بچايل.

**اوبرو، اوبٽو:** ذ. سَٽ يا پَٽ ڪولڻ (اوبڻ) جو چرخو- اوبٽو.

**اوبَڻُ:** م. ڪچي سَٽ يا پَٽ کي سُوڏڻ يا بيٽي ٽيٽي ڪرڻ لاءِ چرخي تي ويڙهڻ. سَٽ اَڪيلي ڦورونا هڻ.

**اوپارُ:** ذ. پاڻيءَ جو ٽهڪو- جوش. اَکين جو اوپر.

**اوپارڻُ:** م. گوشت يا ڀاڄي وغيره پاڻيءَ ۾ ٽهڪائي اڌ رڌو ڪرڻ- ٻاڦڻ.

**اوپارو:** ذ. ٻڙڪو. ٻاف جو ٽهڪو. خوشبوءِ جي هُبڪار.

**اوپاسي:** ث. ٽڪ يا ننڍ سبب وڏو ساھ کڻڻ جو عمل- اوباڪي.

**اُوپاڪي:** ث. روئڻ ۾ ساھ جي گهٽ. اُبساهي.

**اوپٽَ:** ث. اُبڙڪو- اُبٽو.

**اوپرُ:** ذ. ٽهڪو (پاڻي جو)- ٻڙڪو. ٽهڪيل پاڻيءَ جي ٻاڦ- ٻخار. گرميءَ سبب اک جو اوٺارو.

**اوپارو:** ذ. نباتات يا سج چنڊ جي اُڀرڻ جو عمل- اوپر- طلوع. چاڙھ (پاڻيءَ جو). واھ يا درياءَ جي وهڪ جو مٿيون طرف (جتان پاڻي وهندو اچي). هرلي يا نار ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي. (ث. اوپاري).

**اوپارو ڪائڻ:** اُپري مٿي ٿيڻ. پڙڪو ڪائڻ. ظاهر ٿيڻ. جذبو ڏيکارڻ.

**اوپارو لهوارو:** ظ. وهڪري جو چاڙھ ۽ لاهوارو طرف. موافق ۽ مخالف.

**اوپاريون لهواريون:** ث. ابتيون سبتيون- هيڏانهن هوڏانهن جون (ڳالهيون).

**اوپالو:** ذ. مهتو- طعنو.

**اوپالا ڏيڻ:** طعنا ڏيڻ. پاراتا ڏيڻ.

**اوپَر:** ذ. سج چنڊ جي اُڀرڻ واري طرف- اڀرندو- مشرق.

**اوپَر:** ذ. چاڙھ. اُپار.

**اوپڙَ:** ث. ٻوٽن جي پيدائش ۽ واڌ. گاھ ٻوٽا.

**اوپڙُ:** ذ. نباتات جو ڦوٽهڙو- گاھ ٻوٽا- وڻ ٽڻ. ٻوڪ.

**اوتَ:** ذ (سن) تاجيءَ جو پيٽو.

**اوتَ:** ث. پالوٽ- پَلٽ (پاڻيءَ جي). ڏڪ. چوپائي مال کي تيل وغيره جو وڌل ڏڪ.

**اوت اوتان:** ث. لاڳيتو پاڻي اوتڻ يا هارڻ جو عمل- گهڻي هار وير.

**اوتُون ڏيڻ:** هوا يا پاڻيءَ جو زور زور سان وهڻ- پلٽجڻ (مينهن وغيره).

**اوت پوت:** مَٽ سَٽ. هڪجهڙائي. پيچ داھ. بيقراري.

**اُوتُ:** ص (ھ) بيوقوف- احمق. بداخلاق.

**اوتاد:** ذ (ع) ميخون. اهي چار الله لوڪ، جن تي ساري عالم جو مدار آهي.

**اوتارُ:** ذ. ڪنهن دوا جي اثر لاهڻ لاءِ ٻي دوا جو استعمال- ترياق.

**اَوَتارُ:** ذ. هندن جي عقيدي موجب ايشور جو ڪنهن جسم يا روپ ۾ ظهور. ديوتا.

**اوتارو:** ذ. وهڻن تان لهي ساهي پٽڻ جي جاءِ. منزل گاهه. اوطاق. مڪانُ- آستانو. تحرير جو نقل.

**اوتاڙَ:** ث. مٿاهين زمين، جنهن تي پاڻي سولائيءَ سان چڙهي نه سگهي. گهٽي ڪائڻ سبب ڪاڏو نه وٺڻ واري حالت.

**اوتاڙجَڻ:** چوپائي مال جو پاڻي ڏانهن نه وڃڻ- تاڙ ڪئي.

**اوتاڙَڻ:** م. آڏو روڪڻ.

**اوتاڻُو:** ص. ساڙ ڪندڙ- ستڪايل- آساٺو.

**اوت پوت:** پرک. جاچ- آزمائش. هارويڙ.

**اوترو:** ظ. انهيءَ جيترو- انهي مقدار ۾. انهي جيڏو. (ث. اوتري).

**اَوَتڙُ:** ذ. اهو تڙ، جتي پتڻ وغيره جو سهنج نه هجي- خراب يا ڏکيو تڙُ.

**اَوَتڙو:** ص. تڙ کان سواءِ. گمراهه.

**اُوَتڻُ:** م. اونڌو ڪرڻ (پيريل ٿانءُ)- ليٽائڻ. هڪ ٿانءَ مان ٻئي ۾ نائڻُ- پلٽائڻ. هارڻ (پاڻي وغيره).

**اوتڻي:** ث. اوتڻ جو نمونو. تيل يا گيهه وغيره جو ڏِڪ (اپري يا ٽڪل وهٽ کي).

**اوتيل پوتيل:** آزمايل. آزمودگار.

**اوتَ:** ث. گري آفت. هچا- مصيبت. ننڍ جو گهر.

**اوتارو:** ذ. ننڍ ۾ ديجڙو.

**اوتاڪُ، اوتاڳُ:** ذ. چوپائي مال کي پهرائي وڃڻ جي حالت.

**اوتائَڻُ:** م. مال کي جهنگ ۾ وني وڃي چارڻ- اوتڳڻ.

**اوتَپَ:** ث. جسم جي ٽڪڙي وڏا اوسَرُ- اوپَڙَ.

**اوتَر:** ذ. گهٽو واءُ. مينهن وسڻ جهڙو وايو منڊل.

**اوتَ:** ث. اولو- اجهو- آڙَ. ڪپڙي يا ڪکن ڪانن جي آڏ (اُس، هوا، اوگهڙ ڪان بچڻ لاءِ). پناهه- پردو. آڏر- ٽيڪ. اٽڪل- اندازو. ويڙ جو چاڙهُ.

**اوتَ تي هلڻ:** اندازي تي هلڻ. اٽڪل سان ڪم ڪرڻ. ٽيڪ تي هڻ.

**اوتَ وٺڻ:** پناهه وٺڻ. حفاظت وارو پاسو وٺڻ.

**اوتون ڏيڻ:** اشارن ۾ اهڃاڻ ڏيڻ

**اوتارُ:** ذ. لڙاٽ- لٽ- ڏنڊ. غبار (دل جو)- غم. پور- خيال.

**اوتار لهي وڃڻ:** ڏيان لهي وڃڻ- ياد گيري لهي وڃڻ.

**اوتارَڻُ:** م. لَٽڻ- ڊِڪڻ (مٽيءَ سان). پورڻ (ڪڍ). ڳڻتي ڪرڻ. غم ڪرڻ.

**اوتا سونا:** پارپتا. طعنا تنڪا.

**اوتاڪُ:** ذ. چوپائي جو اهو ڦر، جنهن جو ڪير ڊائڻ بند ٿي ويو هجي.

**اوتَ موتَ:** ث. اچڻ وڃڻ جو عمل. اچڻ ۽ موٽي وڃڻ- ٻئي مٿا (سفر). (ظ) ايندي ويندي.

**اوتَڻُ:** م. پنهه ڏيڻ- بچائڻ. اوتي ڏيڻ (ڪپڙي کي). ڪپهه ٽائڻ. زمين کيڙڻ جي شروعات ڪرڻ.

**اُوتنو:** ذ. بيل گاڏيءَ جي پوله کي مٿي کٽي بيهندڙ ڪني- ڙونٽڙو.

**اوتو:** ذ. گهر جي اڳيان ٿلهو. هڪ قسم جو راڳو.

**اوتي:** ص. ڏڪي يا اٽڪل تي ڪم ڪندڙ.

**اوتي:** ث. ڪپڙي جي اندر وراڻي سبيل ڪناري. بخيي جو هڪ قسم. بخيو. ٽوپو.

**اوتي وراڻڻ:** سبيل ڪپڙي جي ڪناري وراڻي ٽوپو ڏيڻ.

**اُوتي:** ث. ٻه راتي راند ۾ هڪ ٻئي کان رسي جدائي ڪرڻ جو عمل (جيچون ملائي اُوتي چوڻ)- ڪٽي.

**اوٺا:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**اوٺارُ:** ص. اٺن وارو- اوٺي. اٺ چاريندڙ.

**اوٺائي:** ث. سمع وقت ڏنل بيت جي مٿي چڪ. پارُ- اوسارو.

**اوٺاٺيون ٻُڌائڻ:** ڪٺ جواب ڏيڻ- سڌيون ٻُڌائڻ.

**اوٺيڙو:** ذ. وڻ جي ٽاريءَ جو پيوند يا قلم.

**اوٺو:** ص. اٺ جو (کير. گوشت. مال).

**اوٺِي قِيڻ:** ڪمزور- بي بقا- جٽاءُ نه ڪندڙ.

**اَوٺو:** ذ. مٿي ميرو. ناپاڪ- پليد.

**اوٺي:** ذ. اٺ وارو- جت. اٺ سوار. قاصد- ريباري.

**اوپاجُ:** ذ. پيٽن چول بار- "نيپاج" جو ضد.

**اوپرو:** ص. ڌاريو- بيگانو- اوڦنو. نامحرم. (ذ) ڪٽ جي سيراندي يا پيراندي واري ڪاني.

**اوپَڻُ:** م. پاڻي اُپائڻ- ٻيڙيءَ مان پاڻي ٻاهر ڪڍڻ.

**اوپتي:** ث. اوجر يا چمڪ پيدا ڪندڙ پٿر. (زيور لاءِ).

**اوپيرا:** ذ (انگ) موسيقيءَ جي اثر واري ناٽڪ- غنائي تمثيل.

**اَوجُ:** ذ (ع) بلندي- مٿانهين. چوٽي (آسمان جي). مٿانهون درجو- مرتبو. اقبال- عروج. واڌارو- ترقي.

**اوجارو:** ذ. اوجر- صفائي. سوجهرو- اُجالو.

**اوجاڳو:** ذ. ننڊ نه ڪرڻ جو عمل- جاڳ- سجاڳي.

**اوجاڳ ڪڍڻ:** راتيون جاڳي گذارڻ. سخت تڪليفون سهڻ.

**اوجَرُ:** ذ. صفائي. چمڪو. روشني. صاف ٿيل ڳَهڻ جو چمڪو.

**اُوجَلُ:** ص (سن) اُجريل. صاف. چمڪندڙ. نرمل (پاڻي).

**اوجو:** ذ. ڏاس مان نهيل ٿيلهو. ڪرڙي. ڪٿي.

**اوجَ:** ث. اُتت - اَڻاوت. واڌ. مدد - ٽيڪ.

**اوج ڏيڻ:** ٽيڪو ڏيڻ. هٿي ڏيڻ. چوٽ چاڙهڻ.

**اوجاهُ:** ذ. چاهه - شوق. خواهه - سڌ.

**اوجو:** ذ. اَڻاوت - اُتت.

**اوجو:** ص. چالاڪ ۽ چُست. سگهارو.

**اوجون ڪرڻ:** وڏائي يا فخر ڪرڻ. علم تي باور ڪرڻ.

**اوجهه:** ذ. اوجهري - معدو (جانور جو) پيٽ.

**اوجهه اوتڻ:** ڪڙو ڪالهائڻ. گندا اوڳا ڇڻ.

**اوجهه ڏيڻ:** ڪيتو لوڙڻ - نتيجو پيو ڳڻ. سزا پيو ڳڻ.

**اوجهر:** ذ. پيٽ - ڍِڍ. اوجهري.

**اوجهراڙو:** ص. اوندهو - بنا روشنيءَ جي.

**اوجهراڪي:** ث. اوجهراٽي.

**اوجهراٽي:** ث. ننڊ جو جهوٽو - پنڪي.

**اوجهراٽيون ڪائڻ:** پنڪيون ڪائڻ. ڏڪا ٽابا ڪائڻ.

**اوجهرڻ:** م. پنڪيون ڪائڻ. ننڊ جو غلبو ٿيڻ.

**اوجهرو:** ذ. اونداهي. (ضد. سوجهرو).

**اوجهري:** ث. جانور جو معدو - اوجهه.

**اوجهري ڦاٽو:** ذ. گهڻو ڪائيندڙ - پيٽوڙي. گهڻو ڳالهائيندڙ - بڪواسي.

**اَوجهڙَ:** ث. جهنگ وارو هنڌ (جنهن ۾ گس هٿ نه اچي). گمراهي.

**اَوجهڙُ:** ذ. اڻانگو رستو - ڏکي واٽ. (ص) رستي کان هٽيل - گمراهه.

**اوجو:** حيران. (شاهه جو رسالو).

**اُوچُ:** ص. اوچو - مٿانهون. اعليٰ (ذ) بلندي - اُوچائي. اوچو گهراڻو.

**اُوچ نِيچ:** ث. بُلندي ۽ نشيب. زماني جا لاها چاڙها.

**اُوچائي:** ث. بلندي - اُتانهين - مٿانهين. برتري.

**اوچتو:** ظ. بيخبريءَ ۾ - اچانڪ. اتفاق سان - اَپهڪي. اُمالڪ - يڪدم.

**اُوچو:** ص. اُتانهون - بلند. اعليٰ. عمدو - قيمتي. (ث. اُوچي).

**اُوچي نيچي:** ث. هيٺاهين مٿاهين (زمين).

**اوچار، اوچارو:** ث. اُلٽي - قيءِ. اوڪارو.

**اوچاڙو:** ذ. ميت جي ڪفن مٿان وجهڻ لاءِ اجرڪ، چادر يا پيو ڪو ڪپڙو - شال - چاڙ.

**اوچائي:** ث. ڪميڻپ - ذلالت. ٿرڙائي. گهٽتائي.

**اوچون ٿيڻ:** مُنجهڻ - حيران ٿيڻ.

**اوچلو:** ص. ڪميڻو. ٿرڙو. پراڻو - جهونو. خراب.

**اوڇَڻُ:** ذ. اوڍڻ جو ڪپڙو. سمهڻ مهل مٿان وجهڻ جو ڪپڙو (چادر. کيس وغيره).

**اوڇڻ بوڇڻ:** لٽو ڪپڙو - ويس وڳو.

**اوڇو:** ص. نيچ - خسيس. ڪميڻو - رذيل. (ث. اوڇي).

**اوڇو:** اجنبي - ڌاريو.

**اُودُ:** ذ. ٻُڏڙو (پاڻيءَ جو جانور). (ص) گهڻو کائيندڙ - ڏٿوڻ.

**اُودو:** ص. ميرو (رنگ) - پورو. جهڪو - ڦِڪل (رنگ). (ث. اُودي).

**اُودي:** ث. شڪار لاءِ ڪڍڻو. مرگهي (بيماري).

**اَوَڌ:** ث. (سن) عرصو - مُدو. پڇاڙي - حد. آخري عمر.

**اوڏ:** ث واڌ (وڻ ٻوٽي جي). ماچ (جسم جي). ٻوٽي جي تاريءَ ۾ اک وارو ٽُڪر (جيڪو کپڻ کان سواءِ نوڙائي زمين ۾ پوري جتان اها تاري پاڙ هڻي ٻئي ٻوٽي جي صورت ۾ اُپري).

**اوڏ ڏيڻ:** وڌڻ - مٿي اچڻ - گرمي ڪرڻ.

**اوڏ لڳائڻ:** پيوند ڪرڻ (ٻوٽو).

**اوڏانُ:** ص (سن) سُچيت - خبردار - سجاڳ.

**اوڏاڻ:** ث. رَڃ - دز - غبار.

**اوڏاڻُ:** ذ. وڻ جو گوشو يا انگور. اوپڙ.

**اوڏاڻي:** ث. اَن صاف ڪرڻ جو اُجورو.

**اوڌر:** ث. اُڌار - ڪَٽ. قرض.

**اوڌر پاڌر:** ث. قرض پڪو. ڪَٽ. ڏيتي ليتي.

**اوڌر ڪرڻ:** اُڌار ڏيڻ (سامان وغيره).

**اوڏڻُ:** م. اَن صاف ڪرڻ - واٿرڻ.

**اَوَڌُوتُ:** ذ (سن) ويراڳي نانگو فقير. تارڪ - آڌوتي.

**اوڏ:** ث. ويجهائي - اوڏائي.

**اوڏ:** اسم خاص. هڪ ذات/قوم جو نالو.

**اوڏ:** ص. اڏيندڙ (گهر، جايون). مٽيءَ مان جايون جوڙيندڙ. مٽيءَ جي پٽ ڪٽيندڙ. اوڏ قوم جو فرد (جيڪو اجوري تي مٽي ڍوئي جاءِ وجهي).

**اوڏانو:** ذ. اوڏن وارو.

**اوڏانو گڏهه بنجڻ:** سخت پورهئي ۾ ڳهڻ.

**اوڏانهون:** ظ. هُن طرف - هُن پاسي - اُتي - هُن هنڌ - هوڏانهن.

**اوڏانهون:** ظ. ويجهو. قريب - اوڏو.

**اوڏائي:** ث.نزديڪي.پسگردائي.ويجهي مائٽي.

**اوڏڙو:** ظ.ٿورو ويجهو-اوريرو.(ص) اوترو نيڙو.(ث.اوڏڙي).

**اوڏڙائي،اوڏائي:** ث. ويجهڙائي- نزديڪي- ويجهي چڪَ. ويجهي مائٽي.

**اوڏن:** ث.اوڏذات جي عورت.

**اوڏو:** ظ.ويجهو-نزديڪ-قريب.(ص) اُنهي جيڏو.(ث.اوڏي).

**اوڏو ٿيڻ:** ويجهو ٿيڻ-نزديڪ اچڻ.نه وڃڻ ۽ اچڻ.گهڻ ئل مائل ٿيڻ.

**اوڏهين:** ظ.ان طرف-اوڏانهن.

**اوڏي چڪَ:** ث.ويجهڙائي-پسگردائي-آسپاس.

**اوڊو، اوڊو:** ذ.خوف-ڊپ.انديشو.اوسيئڙو.اونو.

**اوڍائي:** ث.تخني طور ڏنل ڪپڙو.ڪپڙا پهرائڻ جو اجورو.

**اوڍائڻُ:** م.ڍڪائڻ (پوتي،چادر وغيره).پهرائڻ (ڪپڙا).

**اوڍرُ:** ذ.ڍڪ-پوش.آڏر-ڏڍ.

**اوڍر اَجهو:** جهل-اَڙ-ڍڪ-پردو.

**اوڍَڪو:** ذ.ڍَڪ-پناهه-پاچو.(شاهه جو رسالو).

**اوڍڻُ:** م.پائڻ-ڍڪڻ-پهرڻ (ڪپڙو،چادر).

**اوڍڻي:** ث.پوتي-چُني.شاديءَ ۾ ڪنوارڪي ڍڪيل چادر.

**اَوَرُ:** ص.جنهن ۾ وَرو ڪڙ نه هجي.(ذ) سنڌ ئي.وَجد.

**اَوَر ڪرڻ:** آڪڙ جي هلڻ.موجون مائڻ.

**اورَ:** ث.ويم کانپوءِ ماديءَ (عورت،چوپائي) جي پيٽ مان نڪتل مادو جَر.

**اور پوريل هئڻ:** چڪَ ٿيڻ.دل ۾ قائل هئڻ.

**اَور:** ص(ه) بيو.وڏيڪ.نرالو.عجيب.

**اَورُ:** ص.رواجي کان بئي نموني جو.جنهن جو مٽ نه هجي.(شاهه جو رسالو).

**اُور:** ث.تک-تيزي.

**اُور:** ث.پکين جي اُڏامندڙ قطار.وَلر (پکين جو).اُڏامڻ جو عمل.ڪاهه-هلان-جُلهه.

**اُور ڪرڻ:** قطار ڪري اُڏامڻ.

**اورا:** سڪ ۾ وري وري ياد ڪرڻ واري حالت.

**اوراتو، اوراجو:** ذ.روڄ-راڙو.ماتم.افسوس.

**اوراتَ:** ث.هيانءَ جي دؤري سبب غشي-ڍڪر.

**اوراتڻُ:** م.اڳيان ڦري اچڻ.آڏ ٿي بيهڻ.ڍڪڻ-پورڻ.پردو چاڙهڻ.بند ڪرڻ (اکيون.لَٽ سان).

**اوراجو، اوراجو:** ذ.روڄ-راڙو-ماتم.

**اوراران:** ذ.اورئين پاسي کان-اوراڙ کان.

**اوراڙُ:** ذ.درياءَ جو اوريون ڪَپ.

**اوراڙُ پَراڙُ:** ذ.درياءَ جو اوريون ۽ پريون ڪنارو-اورين پَرَ ۽ پرين پَر.

**اَوراقَ:** ذ (ع: ورق جو جمع) ورقَ-پَنا (ڪتاب جا).

**اورانيو:** ذ.سڪَ-قرب.آڌار.

**اورانگهڻُ:** م.مٿان لنگهي وڃڻ.ٽپي وڃڻ.نه مڃڻ (حڪم).

**اوراتو:** ذ.اولاتو-لوني.

**اوراهون:** ظ.اوڏڙو-اورتي-اوريَرو.

**اورائڻ:** م.مٽي ماتهوءَ جي ياگيري ڏياري رُوئڻ.

**اوريَرو:** ظ.ٿورو اورتي-ٿورو ويجهو.

**اورتي، اورتاهون:** ظ.ويجهڙو-اوريرو.

**اورنو:** ذ.گهوڙي جي اڳيان ڳهرڪڻ جي جاءِ.

**اورجا:** ث.چمار-غمر.

**اَورجُ:** ص.نه ورچندڙ جو بيزار نه ٿئي-ڪڪ نه ٿيندڙ.

**اَورچائي:** ث.بيزار نه ٿيڻ جي حالت.لاڳيتي ڪوشش.اڻٿڪ محنت.

**اورَڪَ:** ث.واقفيت-سڃاڻپ.

**اورڪَڻُ:** م.جِ چي ڏسڻ-سڃاڻڻ-پڇاڻڻ.

**اورڳ:** ذ.رهڻ.دل جو قرب.سپنڌ.

**اورگهور، اوري گهوري:** ظ.قربان-صدقي.

**اوَنگ:** ذ (ف) شاهي تخت.

**اورنگزيب:** اسم خاص.مغل گهراڻي جي هڪ ها ڪاري بادشاهه جو نالو."اورنگزيب عالمگير".

**اورنگي:** ذ.ڪراچيءَ اَنگ هڪ وستيءَ جو نالو.

**آورنگا بَندر:** اسم خاص.ضلعي ٺٽي جي ڪڪرالي پرڳڻي ۾ هڪ اڳاٽو مشهور بندر.

**اوَنگهه:** ث.ٻرانگهه-وِک.

**اورڻُ:** م.ڏک سک جوا حوال ڏيڻ.سُور بيان ڪرڻ.دل جو حال ڏيڻ.ڳجهي ڳالهه ڪرڻ.حال وندڻ.

**اورڻ گهورڻ:** قربان ٿيڻ-صدقي وڃڻ.

**اورو:** ذ.پردو-ڍَڪ.(سامي).

**اورهٽ:** ذ.پيڙ-سوڙهه.تڪليف-ايذاءُ.

**اورهُون:** ظ.اوراهون-اورتي.

**اوري، اوريان:** ظ.هن پاسي-اورتي-ويجهو.

**اوري پري ٿيڻ:** هيڏانهن هوڏانهن ٿيڻ.ڏک ڏوم ڪاڻڻ.دربدر ٿيڻ.ندرب هر ٿيڻ.هلاڪ ٿيڻ.

**اَوري:** ث.ڏکيائي-تڪليف.مصيبت.بدبختي.ڇيهو-نقصان.
**اوريڪَ:** ث. سخت برسات- وڏو مينهن.هوا سان گڏ برسات جو سخت وسڪارو.ڇوهو (بارش جو).
**اوريون:** ظ.اورتي وارو-اوڏو.هن طرف وارو.(ضد.پَريون)
**اوڙَ، اوڙ:** ث.ڇوني ءَسان ڪڙيل زمين جو هڪ سَندو.
**اُوڙَ:** ث.قطار-تولو-ولر (پکين جو).
**اوڙاهُ:** ذ.اونهو ءِ خوفناڪ پاتي.درياءَ ۾ ڪُنَ وارو هنڌ.ڪُنُ.
**اَوڙڪَ، اَؤڙڪَ:** ث.پُري-نڪ.پاڙو-قبيلو.آڪهه.مانٽي-عزت.
**اَوڙَڪ:** ظ.پڇاڙيءَ تائين-توڙ سوڌو.
**اوڙَڪ:** ذ.سخت برسات-وڏو مينهن-اوريڪ.
**اوڙَڪُ:** ذ.پڇاڙي-توڙ.ڇيھ-انت.درياءَ جو ڪنارو.
**اوڙڪَڻُ:** م.سڃاڻڻ-پروڙڻ.معلوم ڪرڻ.
**اَوڙڳَ:** ث.سخت برسات-اوريڪَ-اوڙڪ.
**اوڙو:** ذ.سنڀال-خبرداري.
**اوڙو ڪرڻ:** خبرداريءَ سان هلڻ-سنڀالي پير ڪڻڻ.
**اوڙو:** ذ. ڪپڙي مان ٺهيل گڏو يا مٺل پکي (ڪانءَ وغيره جو پوڪ مان پکي يا جانور ڀڄائڻ لاءِ ٽنگيل هجي)-مونڙو.
**اوڙو ناهڻ:** اٽڪل ڪرڻ.ڏوڪو ڏيڻ.زماني موجب هلڻ.
**اوڙو پاڙو:** ذ.آسپاس وارا گهر-پاڙو پتي.پسگردائي.
**اوڙو پاڙو اُڇائي ڏيڻ:** آسپاس ۾ آزار مچائڻ.
**اَوڙي:** ص.بي وَڙي-ڪوَڙي.
**اوزارُ:** ذ(ع:وزر جو جمع) ڪنهن به ڪاسبيءَ جي ڪم جو سامان.
**اَوَس:** ظ(سن:اَوَش) ضرور-يڪسان.لاچار-نيٺ.هر حالت ۾.مجبوراً.
**اَوَسُ:** ذ(سن:اَوَشَ) بيوس-لاچار-مجبور.ويچارو.
**اوسَ:** ث(سن:اَوَشيا) ماڪَ.ڏَنڌ.
**اوسُ:** ذ.گرمي-تابش.اُسات.ڪاوڙ-غصو.
**اوسات:** ث.اڄ-ٿاس.
**اوسارَ:** ث.اَجهو-آڌار-آسرو.
**اَوسارَ:** ث.خشڪ سالي.مينهن جي اَٽاٺ.ڏڪار-قحط.
**اوسارا:** ذ.ماتم ۾ فوتيءَ جي وصف جو بيان-پارَ.
**اوسارا ڏيڻ:** مري ويل کي ياد ڪري روئڻ-پارَ ڪڍڻ.
**اوسارَڻ:** م.اَڏڻ-جوڙڻ (پٽ)-اوساري کڻڻ.
**اوسارَڻُ:** م.مري ويل کي ياد ڪري روئڻ-پار ڪڍڻ-اوسارا ڏيڻ.
**اوساري:** ث.پٽ جي اڏوات ۾ سرن جي جُڙت.پٽ تي سرن يا مٽيءَ جو دور.
**اوسامرَ:** ث.درياءَ جي موج.درياءَ جو چاڙهه.
**اوسامائڻُ:** م.نانگ جو ڏنگ هڻڻ.
**اوسانَ:** ذ.عادتون-لڇڻ.اهڃاڻ-پارَ.هوش حواس.
**اوسانَ خطا ٿيڻ:** حواس باختہ ٿيڻ-هوش گم ٿيڻ-وايون ٺٽال ٿيڻ-حوصلا خطا ٿيڻ.
**اوساءِ:** ث.ڦوٽن پيل زمين، جنهن ۾ پاڻي پوندو ويجي پر اُها نه پرجي.
**اَوَستا، اَوَسٿا:** ث(سن) عمر جو دور-وَهي.عمر-ڄمار.
**اوستائين:** ظ.اُنهيءَ وقت تائين-انهيءَ حد تائين-تيستائين-تيسين.
**اوستو:** ذ (ف:اوستاد) ڪم جو ڪاريگر-هنرمند ڪاسي-اُستو.هڪ ذات جو نالو.
**اوس پاس:** پسگردائي.پاڙو.چوطرف.
**اوسَرَ:** ث.واڌ (قدم).
**اَوَسَرُ:** ذ. برسات نه وسڻ جي حالتَ.برسات جي ڪمي.سوڪَ-خشڪ سالي.ڏڪار.اٽاٺ.
**اوسَر:** ث.وڏي ڳابي-وَهُڙي.
**اُوسَرَ:** ث(سن:اُوشَرَ) ڪلراٺي زمين.غير آباد زمين.
**اوسَرُ پارڻ:** شڪار لاءِ باهه جو مچ پارڻ..
**اوسڙَڻُ:** م.اُس ۾ رلڻ-پڻڪڻ.اوسيئڙي ۾ رهڻ.
**اوسڙو:** ذ.اُڇل-تيزُ (ڪينهوڙي جو).اُس جو تاءُ.
**اَوسَطُ:** ص(ع) وچون-درمياني-معتدل.موزون-مناسب.سراسري.
**اوسنو:** ص.اُس ۽ پوسل ۾ سڙي بدبودار ٿيل (گاهه)-پاروٿو.
**اوسو:** ذ.گهٽي اُسات.هڪ بيماري، جنهن ۾ پاڻيءَ جي تانگهه گهٽي ٿئي.اوسيئڙو.اونو.اُلڪو-ڳڻتي.
**اوسواڙ:** اسم خاص.ٿر ۾ هندن جي هڪ ذات، جي جين ڌرم جا پوڄاري سڏائيندا آهن.
**اوسو پاسو:** ذ.آسپاس-پسگردائي-گردونواح.
**اوسَهه:** ث.ڊارو-فال.فال جو سونڻ.
**اوسَهه مَڱڻ:** چڱي وائي گهرڻ.فالون وجهڻ.سوڻ ڳنڍڻ.
**اوسيڙجَڻُ:** اوسيئڙي ۾ گذارڻ.فڪر ۾ گهارڻ.دير ڪرڻ-سيڙجڻ.
**اوسيڙو، اوسيئڙو:** ذ.انتظار-اونو-اُڏڪو.ڳڻتي-چنتا.
**اوسيڙو ڪڍڻ:** انتظار ڪرڻ.تڪليف سهڻ.
**اُوسي گُوسي:** ٽهل ٽڪور-خدمت چاڪري.
**اوشُ:** ذ(سن) جَل-ڪام-ساڙو-چمڪو-روشني-تجلو.
**اوشُدَ:** ذ(سن) جڙي بوٽي.

**اوصافَ:** ذ (ع: وَصف جو جمع) وصفون- گڻ. خوبيون. عادتون- لڇڻ.

**اوصاف حميده:** ذ. وڻندڙ گڻ- سٺا اخلاق.

**اوطاقَ:** ث (ت) ڪچهريءَ جي جاءِ- مهمان خانو.

**اوطاقي:** ذ. اوطاق ۾ ترسيل- ٽڪيل. دوست- يار. آرامي- ٽانيڪو.

**اوطاقي ٿيڻ:** مهمان ٿيڻ. ٽڪڻ.

**اوغانُ:** ذ. هڪ قسم جي راڳڻي (جنهن ۾ سنڌي ڪافيون ڳائجن).

**اوقنُو:** ص. اجنبي- ڌاريو- اوپرو.

**اَوقاتُ:** ذ (ع: وَقتَ جو جمع) وقت- ويلو- مهل. پڄندي- حيثيت.

**اَوقاتي:** ص. خيالن وارو- من موجي- پورالو.

**اوقافُ:** ذ (ع: وَقف جو جمع) خيراتي جايون (جيڪي خير جي ڪمن يا مذهبي ڪمن لاءِ مخصوص هجن. جيئن: مسجدون، مقام، مسافرخانا وغيره).

**اوقاف کاتو:** ذ. وقف ٿيل جايون، ملڪيتون جي سرسنڀال ۽ نظرداري وارو محڪمو.

**اوڪَ:** ث. اُلٽي- ڪَيَ. اوڪارو. وسڪارو.

**اوڪ اچڻ:** ڪنهن شيءِ کان نفرت اچڻ- ڪراهت اچڻ.

**اُوڪَ:** ث (ه) ڀل- چڪ- غلطي. ڏنهن- ڪوڪ. وڏو سڏ.

**اوڪارڻُ:** م. اُلٽي ڪرڻ- اُبڙڪ ڏيڻ- اوڪ ڪر ڏيڻ.

**اوڪارو:** اُبڙڪو. اُلٽي.

**اوڪارا ڏيڻ:** ذ. اُبڙڪا ڏيڻ- اُلٽي ڪرڻ.

**اوڪاسَ:** ث. انتظار- اوسيڙو.

**اوڪائڻُ:** م. بند ٿيڻ (مينهن وسڻ. ڳوڙها وهڻ).

**اوڪڙُ:** ذ. ڪار ۽ صابڻ جو ٺهڪيل پاڻي (جنهن ۾ ميرا ڪپڙا ٺهڪائجن).

**اوڪڙُو:** ص. ٻيرن تي (ويٺل)- ڪڙين ڀر (ويٺل)- اُپ ڪڙو.

**اوڪسي:** ث. ڪاٺ کي گولائيءَ ۾ گهڙڻ جو رندو.

**اوڪَڻُ:** م. اُلٽي ڪرڻ- اوڪارڻ.

**اوڪو:** ذ. خندق- ڪَهي. کوهه ٺاهڻ تي کيڻ جو بوڪو.

**اَوڪَمي:** ص. اَڻ ڪمي. بنا ڪم جي. بنا ڪنهن مقصد حاصل ڪرڻ جي.

**اَوڪَ:** ث. جاچ- تحقيقات.

**اَوڪُ:** ث. اهنج- تڪليف. سُور- ايذاءُ. اوکيءَ ويل.

**اَوکُ سَوکُ:** ذ. ڏک سک- ڏکيائي سکيائي.

**اوکا پوکا:** ث. ٻني ٻاري جي سنڀال. ڪم ڪار- ڌنڌو ڌاڙي.

**اوکا پوکا لاهڻ:** ڪم ڪار لاهي مطمئن ٿيڻ. انتظار دفع ڪرڻ.

**اوکائڻُ:** م. سُجائڻ- جاچڻ. اُهڃاڻ ڏيڻ. مثال ڏيڻ.

**اوکائي:** ث. ڏکيائي- اهنجائي. تڪليف. مشڪلات.

**اَوکَپَ:** ث. اوکائي. هنج. ضرورت- گهرج.

**اوکَ دوکَ:** ث. جاچ جوچ- وڙول- نظرداري.

**اوکَرُ:** ذ (ف: آخور) جهجهو گاهه. اوباريل گاهه- اولڙ. گند ڪچرو.

**اوکَڙَ:** ث. خشڪ هوا. لُک- جهولو.

**اَوکو:** ص. ڏکيو- اَهنجو- اٽانو. مشڪل. (ث. اَوکي).

**اَوکي:** ث. ڏکيءَ مهل. مشڪل وارو وقت. اهنجائي.

**اوکي سوکي:** ث. ڏکي سکي ويل- هر وقت.

**اوگَ:** ث. (س: اوگه)- وَهڪ- ريلو (پاڻيءَ يا پگهر جو).

**اوگاهُ:** ذ. محويت. بيخودي. (ص) اونهو- عميق- اگاڌ.

**اَوگَت:** ث (س) خراب هلت- اڍنگي روش.

**اوگرائي، اوگرائي:** ث. پريل پيٽ جي حالت ۾ وات مان نڪتل هوا- ڏڪار.

**اوگرايون ڏيڻ:** ڍَوَن ۾ هئڻ. مطمئن هئڻ. سکيائيءَ جي حالت ۾ هئڻ.

**اوگرو:** ص. گهٽو ڪائيندڙ- پيٽوڙي.

**اَوگُڻُ، اوگڻ:** ذ. خراب لڇڻ- بد عادت. بڇڙي خصلت.

**اوڳاڇڻُ:** م. ڪڏڻ يا پيتل شيءِ وري وات مان ڪيڻ. اُلٽي ڪرڻ.

**اوڳارڻُ:** م. چوپائي مال جو ڳٽل کاڌو ڪڍي وري چباڙڻ. ڪڏل رقم ڀري ڏيڻ.

**اوڳاڙي:** ث. قوڙي- چندو- اوڳڙ. وصولي (اوڌر يا چندي جي).

**اوڳائڻ:** موڳائي ڪرڻ- غافل ٿيڻ.

**اوڳاهي:** ث. شاهدي- گواهي. اوڳاڙي.

**اوڳَ توڳَ:** جاچ جوچ- پڙتال- اُٿلائڻ پُٿلائڻ.

**اوڳَرَ:** ث. ڳتل کاڌو موٽائي وات ۾ آڻي چباڙڻ (چوپائي مال جي فطري خاصيت).

**اوڳر ڪڍڻ:** ڳجهه معلوم ڪرڻ- راز ڪڍڻ.

**اوڳر ورائڻ:** کاڌو وات ۾ آڻي وري چباڙڻ- اوڳارڻ.

**اوڳڙَ:** ث. رقم جي وصولي. قوڙي.

**اوڳَڻَ توڳَڻَ:** ٿلائڻ- جاچڻ.

**اوڳو:** ص. موڳو- ڪند ذهن. موڙهل. اتجاڻ. بي سُرت. (ث. اوڳي).

**اوڳو اُٺ:** اَٺ جيڙو موڳو- ٻوڪ.

**اوڳو موڳو:** منجهيل- بي سمجه- ٻوڪ.

**اوگهه:** ث (سن) وَهڪ - ريلو. سٿو - ڊِگهي. مُڇو.

**اوگهٽَ:** ث. گهٽتائي. ٻِڌرائي.

**اوگهٽُ:** ذ. اُبڪيرو - اُتاهون - بيڊولو. ناهموار - کهرو. اَڻانگو.

**اوگهرُ:** ذ. چوپائي مال جي اوهه سڄي پون جي بيماري.

**اوگهرَڻُ:** م. سُست ٿيڻ - ٿوٿي ٿيڻ. گدلو ٿيڻ.

**اوگهڙ:** ث. اگهاڙپ - عرياني. ٻِڌرائي (عيبن جي).

**اوگهڙ ڍَڪڻ:** ڪنهن جي عيبن تي پردو وجهڻ - عيب لڪائڻ.

**اوگهه سوگهه:** ث. ٿانوَ مان اُگهي ڪڍيل ٻچيل ڪاڌو. ٻچت سچت. اوبر سوبر.

**اَولُ:** ذ (ع) مُنڍ - شروعات - ابتداء. (ص) پهريون - ابتدائي. (ظ) پهريائين - اڳ ۾.

**اَولُ آخرُ:** ظ. مُنڍ ۽ پڇاڙي. اڳي پوءِ - پس پيش. نيٺ - آخر ڪار.

**اول:** ذ. ٿيلهه - ٿيلهه. چول.

**اولَ:** ذ. ضامن طور يرغمال ۾ ڏنل ماڻهو - ضمانت. وڏي لهر - موج. ٻانڌي. وهڪ ۾ ٽُڙهي ڪناري وٽ گڏ ٿيل ڪک ڪانا. اُها ڪاني. جا پاڻيءَ ۾ وجهي هلائڻ سان ٻيڙيءَ کي ڌڪي ڳِنڍِ.

**اولَ پَٽڻ ٿيڻ:** دربدر ٿيڻ. رولڙي ۾ پوڻ. ڦيرين ۾ اچڻ.

**اولَ ڪري بيهڻ:** پاڻيءَ ۾ ڪک ڪچرو تري بيهڻ. رڪاوٽ ڪري بيهڻ.

**اولَ وَرائڻ:** ضمانت ڏيئي يرغمالي ڇڏائڻ. (طنزيه) وڏي ڪيپ ڪٽڻ.

**اولُون ڪرڻ:** جاڙون ڪرڻ - جنائون ڪرڻ.

**اَولادُ:** ذ (ع: وَلَدُ جو جمع) ٻيٽ ڄائو - وياءَ. ٻار ٻچا.

**اَولادي:** ص. اولاد وارو - ٻچڙيوال - عيالي.

**اولار، اُلار:** ذ. ٻيل ڪڏيءَ جي پوئين حصي ۾ گهٽو بار (جنهن سبب پاڄار اڳا تري ٿي وڃي).

**اولاري:** ث. حملو - ڪاهه - جَنهه. ڪيل ٻانهن جو لامارو (ترڻ ۾).

**اولاڙجَڻُ:** اُلڙڻ. اُڪڙ جڻ. گهر گهلو ٿيڻ.

**اولاقُ، اولاڪُ:** ذ (ت: اولاغ) ٽپال پهچائڻ لاءِ ڪم ايندڙ گهوڙو يا اُٺ. چڙهيءَ جو رهٽ. ٻار بردار وهٽ - لاڏو (ڍڳو. گهوڙو. اُٺ).

**اولاڪو:** ذ. مصيبت - پريشاني. رولڙو. جدائي.

**اولانيو:** ذ. ڄيبي - اُلو. اوپالو - طعنو - مهڻو.

**اولانگَڻُ:** م. اورانگهڻ. انحرافي ڪرڻ.

**اولاٽَڻُ:** م. اُليڙڻ. اُڪيلڻ (چَرخو. ايٽ). وهٽ ٿان سنج يا پاڪڙو لاهڻ.

**اولاٿو:** ذ. اهو گيت. جيڪو عورتون ٻار کي ڪيڏائڻ وقت چون. لولي - اوراٿو. اوسارو.

**اولاٿا اورڻ:** ٻار ڪيڏي روئڻ.

**اولائي ڪرڻ:** سبب نه هڻ. نمونو ڪرڻ.

**اولائيو:** سڪتو - خالي - ٽيڙن ڪان سواءِ.

**اَولائي:** ث. اوڪائي - اهنجائي - مشڪلات - ڏکيائي.

**اولَت:** ث. نڪاح ٻڌي زال - جوءِ.

**اولِجَڻُ:** م. هيڏانهن هوڏانهن پٽڪڻ. ٻ تي ۾ ٽنڪڻ.

**اولِجَڻ:** م. ٻيڙيءَ جو سڙهه ٻدران اولي سان ڪاهڻ.

**اولَڙ:** ص. چوپائي مال جو ڪئي ٻچايل ڳه - اوبريل ڳاهه. ڪِر ڪچرو. وهڪري جي مٿاڇري تي ترندڙ ڪک ڪانا.

**اولَڙ سولَڙ:** ذ. ڪِن ڪچرو. (ص) ڳاڏڙ ساڏڙ - گڏ وچڙ.

**اولَڙو:** ذ. آرسي. شيشي يا پاڻيءَ جي سطح تي سج جو عڪس - پَرتَوو. هڪ ٻاراتي بيماري (جا سج جي تابش ڪِن ٿئي).

**اول گهول:** ظ. قربان - صدقي - اوري گهوري.

**اولمپڪ رانديون:** يونانين جا هر چوٿين سال ٿيندڙ ادبي ۽ ورزشي مقابلا.

**اولمو:** ذ. ڪيڙي جي ڪناريءَ تي هڪ قسم جو ٽوپو.

**اولَڻُ:** م. پٽڪائڻ. ٽلڪائڻ. ٿيلهڻ - ڌڪڻ (ٻيڙي).

**اولو:** ذ. پردو - پناهه - اوٽ. اَجهو. پاڇو - ڇانوَ. ٻيڙيءَ جو ڳِنڍِ. پوڪ ۾ ٽنگيل اوڙو. ٻَڙو.

**اولا اَڏڻ:** پڪا اڏڻ - پونگا ناهڻ.

**اولا لاهڻ:** جدائيءَ جا پردا پري ڪرڻ. ڏک لاهڻ.

**اولي پوڻ:** ويجهو پوڻ - پرسان اچڻ.

**اَولو:** ص. اوکو - ڏکيو. اهنجو. اَڻائو - اَڻانگو. (ث. اَولي).

**اولا پير ڪَٽڻ:** خراب هلت هلڻ - اڏنگا پير ڪٽڻ.

**اَولو سَولو:** ص. ڏکيو سکيو. اهنجو سهنجو. ابتو سبتو.

**اولُو الابصار:** ص (ع) بصيرت جا صاحب. اهلِ نظر.

**اُولُو الالباب:** ص (ع) دلين جا صاحب - اهلِ دل.

**اُولو الامر:** ص (ع) حڪم جا صاحب - حاڪم.

**اُولُوالعزم:** ص (ع) پڪي ارادي وارا. استقلال جا صاحب. ثابت قدم.

**اُولُو العَزمي:** ث. ارادي جي پختگي. ثابت قدمي. استقلال.

**اولَهُ:** ذ. الهندو - مغرب - پڇم.

**اُوليٰ:** ص (ع) بهتر - وڌيڪ چڱو. اعليٰ. شروع وارو - پهريون.

**اولي:** ث. ٻيڙيءَ هلائڻ جو ڳِنڍِ.

**اَولياءُ:** ذ (ع: وَلي جو جمع) الله جو دوست. الله وارو. پهتل شخص. درويش - وَلي.

**اَوليتَ:** ث (ع) سبقت. اڳرائي.

**اَوَلين:** ص(ع) پهريون. ابتدائي.
**اَولين ۽ آخرين:** ظ. اڳيان ۽ پويان. قديم ۽ جديد.
**اوم:** ذ(سن) هندو مت ۾ ايشور جو نهايت پوتر نالو.
**اومانو:** ص. بدبودار- بانس وارو- ڌپارو.
**اوماهي:** ث. مونجهه (ساهه جي). سَهڪي. دمڪشي.
**اونَ:** ث. اونو- اوسيڙو- اُلڪو. اُڻتڻ.
**اُوناڙَ، اُوناڙ:** ث. ڪٽي. ڳڌڙ يا ٻڪهڙ جي ڪوڪ- اوناٽي.
**اُوناڙون ڪرڻ:** اونايون ڪرڻ. ڏک من ڏانهون ڪرڻ.
**اونائتو:** ص. اونَ وارو- منتظر. فڪرمند.
**اُونائڻ:** م. ڏيان ڏيئي ٻڌڻ. اکهائڻ- قبول ڪرڻ (عرض)- ورنائڻ (سڏ). ڳڏڙن ۽ ڪتن جو ڪوڪڻ- اوناڙون ڪرڻ.
**اُونائي:** ث. داڻهون- عرض- فرياد. ڪتي ڳدڙ جي اوناڙ.
**اَونتُ:** ذ. انت- پڇاڙي. راز.
**اَونترو:** ص. حرڪتي- لچو- ڏنگو (ٻار).
**اُونجهر:** ث. اهنج. ايذاءُ- تڪليف.
**اُونجهرڻ:** م. اوجهراتيون ڪاٽڻ- پنڪيون ڪاٽڻ.
**اُونجهڻ:** م. اُجهامڻ. ڊڄڻ.
**اونچو:** ذ. مٿي- مٿانهون- اوچو.
**اُونداهه، اونداهي:** ث. اُوندهه- ڪارانڊ (رات جي). اندڌند- بي بندوبستي. ظلم.
**اُونداهو:** ذ. اُوندهه- سياهي. (ص) اوندهه وارو- تاريڪ.
**اُوندَرُ:** ذ. جوڙو (ڪپڙن جو)- وڳو. (ه) ڪنو.
**اُوندرڻ:** م. واڻڙڻ (اَن). سينگارڻ (سيج). سنجڻ (گهوڙو).
**اُوندهه اَندوڪار:** ث. گهگهه اونداهي- ڪاري ٻاٽ. جهڙ يا طوفان سبب اَندوڪار.
**اَوندهه ڪرڻ:** سُج ڪرڻ. نقصان ڪرڻ.
**اَوندُ:** ذ. اَڻ وندڻيل (موتي). اَڻ پوتل (موتي).
**اُوندڻُ:** م. اوندو ڪرڻ- ڦيٿاڻڻ. ڦاٿڻ (ٿانءُ).
**اُوندو:** ص. اُبتو- اُلٽو. ٽنهن ۽ ڪنڌ هيٺ ٿيل- سرنگون. (ث. اوندي).
**اُوندو بخت:** ذ. کوٽي قسمت- بدقسمتي.
**اُوندي منجي ڪرڻ:** سخت صدمي يا ڏک سبب کٽولو اوندو ڪري ان تي ويهڻ.
**اُونگٽ:** ث. بيل گاڏيءَ جي ڦيٿي کي روڪ لاءِ سر وغيره جي ڏنل اَڙ.

**اُونگَرڻ:** م. چوپائي جانور جو شهوت ۾ اچڻ.
**اُونگهه:** ث. ننڊ جو خمار- گهر. اوجهرائي- پنڪي. بيهوشي.
**اُونگهه ۾ پوڻ:** مستي يا آڪڙ ڪرڻ. پاڻيءَ کان نڪري وڃڻ. محويت ۾ اچڻ.
**اُونگهو:** ص. ڳونگو.
**اونو:** ذ. انتظار- اُلڪو. ڳڻتي. ڌپ- انديشو.
**اونو اُلڪو:** فڪر- ڳڻتي. انديشو. انتظار.
**اُونهارو:** ذ. گرميءَ جي موسم- آرهڙ.
**اُونهارو:** ص. بدصورت- بدشڪلو. (ضد. سونهارو).
**اونهان، اُونهائي:** ث. گهرائي (پاڻيءَ جي)- عميق.
**اُونهو، اُونهون:** ص. عميق- اَٿاهه. ڳوڙهو (خيال، ويچار).
**اُونهو اچو:** اونهو آب- گهرو پاڻي.
**اُونهو اَٿاهه:** گهرو- عميق. پاتال.
**اُونءِ:** انهيءَ طرح- ائين.
**اوني:** ص. اُن مان ٺهيل- پشمي (ڪپڙو).
**اُوڻ:** ث. ڪمي- گهٽتائي. عيب.
**اُوڻ اَڻاٺ:** اڻپورائي. گهٽتائي- ٿورائي.
**اُوڻاسي:** ص. هڪ گهٽ اسيءَ جو عدد (79).
**اُوڻانوي:** ص. هڪ گهٽ نوي جو عدد (89).
**اُوڻائي:** گهٽتائي- ڪمي. اڻپورائي- ڪوتاهي. عيب- وڏ.
**اُوڻايون ڪڍڻ:** عيب ڪڍڻ- گهٽتايون ڳولڻ.
**اَوَت:** ث. ناپسندي. اڻبڻت. ڪلفت. ڌڪار- نفرت.
**اُوڻٽيهه:** ص. هڪ گهٽ ٽيهن جو عدد (29).
**اُوڻٽيهين:** ث. قمري مهيني جي اوڻٽيهين تاريخ. اونداهي رات.
**اوٽو:** ذ. ڍڳڙي (اَنَ جي). کريءَ ۾ ورهاست ڪيل اَن جي ڍيري.
**اوٽا وجهڻ:** اَن ورهائڻ (ٻنڻي ڪرڻ) لاءِ ڍڳڙيون ٺاهڻ.
**اُوڻو:** ص: ص. اڻپورو- گهٽ. عيبدار.
**اُوڻو اَڌڪُ:** ص. گهٽ وڌ.
**اَوڻو پوڻو:** ص. گهٽ وڌ. خوشي ۽ رنج سان.
**اَوڻي پوڻي:** ث. اوکي سوکي. ضرورت جي مهل.
**اُوڻونجاهه:** ص. هڪ گهٽ پنجاهه جو عدد (49).
**اُوڻهتر:** ص. هڪ گهٽ ستر جو عدد (69).
**اُوڻهٺ:** ص. هڪ گهٽ سٺ جو عدد (59).
**اُوڻيتاليهه:** ص. هڪ گهٽ چاليهن جو عدد (39).

**أُوتيه:** ص.هڪ ڳهڻ ويهن جو عدد (19).

**أُوتيهُون:** ص. سلسلي ۾ هڪ ڳهڻ ويهون.

**اوورَ:** ذ (انگ) ڪرڪيٽ ۾ ڇهن بالن جو وارو.

**اوورَ ڪوٽ:** ذ. سياري ۾ پائڻ جو پيرن تائين ڊگهو ڪوٽ.

**اوورَ سيئَر:** ذ (انگ) اڏاوتن جي نظرداري ڪندڙ عملدار - سروير.

**اوهُ:** ذ. کير ڏيندڙ جانور جي ٿڻن جو مٿيون حصو - شيردان.

**اوهُ سُڪائڻ:** کير گهٽائڻ.

**اوهارَ:** ث. پردو. چادر. ڏوليءَ جو ڍڪ. بار جي هڪ پاسي ليٽ.

**اوهارجڻ:** هٿ پيرن سرن سبب بيهوش ٿيڻ.

**اوهارڻُ:** م. بار جو هڪ طرف ليٽڻ - اُلار ٿيڻ.

**اوهارو:** ص. هڪ پاسي تي ليٽيل - نميل - لڙيل - اُلار.

**اوهاڙ:** ث. آڏو ور ذريعي. وڃايل پيري جي ڪيل جاچ. پوري ڪٽ.

**اوهامَ:** ذ (ع: وَهمَ جو جمع) اجايا خيال - وسوسا. گمانَ.

**اوهاندو:** ذ. آواندو.

**اوهجڻ:** اوهٽيڻ (چوپائي مال کي).

**اوهڏجڻ:** م. مينهن يا ٻئي ڪنهن ڏور جو اوتڙ يا ايڪيريءَ تان ڪري قاسي پوڻ.

**اوهرڻُ:** م. اُسرڻ. اُسهڻ - هلڻ. پري وڃڻ.

**اوهيرو:** ذ. واءَ جي زور تي مينهن جي اُڇل يا وسڪارو.

**اوهيرو ڪرڻ:** اُڇل سان منهن وسڻ. حملو ڪرڻ.

**اَوهين:** ض. توهان - اَوهان - توهين.

**اوهي واهي:** ص. سنڀال ڪندڙ - راکو. ڌڻي سائين - وارث.

**أوءِ:** ض. اُهي. (شاهه جو رسالو).

**اوئڻ:** ذ. هڪ قسم جو ٻوڙو ءِ ڳاهه.

**اوئي:** ث. پاتيءَ جي ڪلي - نندي سنداري.

**أوئي:** ث. سوداڪار وانگر ڪپڙن ڌوئڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ قسم جي اَڇي مٽي.

**اَوير:** ث. دير - اويل. ڪُمهلائي - بيڳاهه. (ظ) ڪَمهلو. دير سان.

**اَويرَ سَويرَ، اويل سويل:** آڏيءَ ماڻجهيءَ. ڏکيءَ مهل. (ظ) اڳي پوءِ.

**اَويڙ:** ذ. وَڪڙ - ڦيرو. سختي. سوڙهه.

**اَويڙ ڏيڻ:** وڪڙ چاڙهڻ. قاسائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**اَويڙو:** ص. ڏنگو. ڏکيو. اَئوٽرو.

**اَويس:** اسم خاص. هڪ ولي الله جو نالو. جنهن نبي سڳوري تي اڻ ڏٺي ايمان آندو - اويس قرني. (ص) اَڻ ڍڪيل - بنا ويس.

**اَويسار:** ص. هميشه ياد رهندڙ - نه وسرندڙ.

**اَويسلو:** ص. ياد رکندڙ - باخبر - هوشيار.

**اَوي سَوي:** ص. ايندڙ ويندڙ. مسافر مڙو. پنهنجو پرائو.

**اَويسي:** ذ. "اويس قرني" جي طريقي تي هلندڙ فقير.

**اهارُ:** ذ (سن) کاڌو - کاڄ. قوت.

**اُهار:** ث. بار جي هڪ پاسي ليٽ.

**اُهاڙ:** ث. ڳم ٿيل وهٽ يا چور جي پير جي ڳولها.

**اَهالي مَوالي:** عام ماڻهو - لوڪ.

**اهانَت:** ث (ع) بي عزتي - ذلت. خواري.

**اُهاءُ:** ذ. شعاع - سهائو. پَرتو. تجلو - چمڪو.

**اَهت:** ث (سن) دشمني - عداوت.

**اَهتُ:** ذ. ڪاسبيءَ جو ڪُڙميءَ تي ساليانو لاڳ (جيڪو فصل مان اداٿئي) - آهت.

**اَهتي:** ص. هاريءَ جي ڪم ڪار لاءِ بدل ڪاسبي (لوهار، واڍو، ڪنڀر وغيره).

**اهتمامُ:** ذ (ع) بندوبست - انتظام.

**اهپارو:** ظ. انهيءَ پارين - انهن نشانين سان. (شاهه جو رسالو).

**اُهڃ:** ذ. پارپتو. ڏس - اشارو. ساڃياڪ جو اشارو.

**اُهڃاڻُ:** ذ. نشان - علامت. پارپتو.

**اُهڃاڻ ڏيڻ:** پارپتا ٻڌائڻ. نشانيون ڏسڻ. ياد ڏيارڻ.

**اُهڃائو:** ذ. ڏکيو - اَهنجو - مشڪل.

**اَهڏ:** ذ. اونهي کڏ - نيسروٽ کوٽيل کڏو. جنهن ۾ پاتي ڪرندو آهي ۽ دلا پربا آهن.

**اَهرامُ:** ذ (ع) مصر ملڪ جا قديم مخروطي منارا - پريمڊ.

**اُهرائڻ:** م. هاڪارڻ (ٻيڙو. غوراب).

**اُهرجڻ:** بيهوش ٿيڻ - ڍڪرجڻ. وسامڻ (بدن).

**اَهرمَن:** ذ (ف) بديءَ يا شر جو ديوتا. شيطان.

**اَهرڻ:** ث. لوهارن ۽ سونارن جو هڪ اوزار - سنداڻ.

**اُهرڻُ:** م. لنگر ڪٽڻ (ٻيڙو. غوراب) - هاڪارجڻ.

**اَهرو:** ص. ڏکيو - مشڪل - ڪهرو.

**اَهريو:** ذ. هڪ قسم جو تيلي ٻج. هڪ پسار ڪو وکر.

**اهڙا تهڙا:** معمولي - خسيس (ماڻهو).

**اهڙو:** ض: انهيءَ قسم جو - انهيءَ جهڙو.

**اهڙيون:** عام ڪي هرڪائڻ واريون - عام کي پيلائڻ واريون. (شاهه

جورسالو ).

**أهسُ:** ذ.سهائو-روشني.تجلو.

**اَهکُ:** ذ.ڏکيائي-اهنج.

**اَهکائي:** ث.ڏکيائي-اهنج.

**اَهکو:** ص.ڏکيو.اهنجو-مشڪل.(ث.اَهکي).

**اَهکيءَ آگهُه:** ڏکيءَ ويل مَ آڏو مددگار.

**اُهکَپُ:** ذ.خوشبوءِ-سڳنڌ.سُرهو تيل.

**اَهلَ:** ث.عادت.اَڏَ.چٺر طور عيب جو نقل.ٽيڪ.اُئلَ.وزن جو هڪ پاسي لاڙو.

**اَهل ڏيڻ:** چوريا پٽ ريڊار جو چوري ٿيل مال بہ بت اشرو ڏيڻ.

**اَهلُون ڪڍڻ:** نقل ڪڍڻ-ويچارا ڪڍڻ.نُنول ڪرڻ.

**اَهلُ:** ذ(ع) ماڻهو-شخص-جِئو.گهر جو ڀاتي.مالڪ-صاحب.عيال-ڪٽنب.(ص) لائق-موزون.

**اَهلُ اللّه:** ص.خدا وارو-الله وارو.بزرگ.

**اَهل باطن:** ذ.اندر جا اسرار ڄاڻندڙ-باطن جا صاحب.قرآن شريف جي آيتن جي اندروني معني ڪيندڙ.

**اهل بَيتُ:** ذ.نبي سڳوري جن جو خاندان.سادات.گهر جا ڀاتي.

**اَهل تَصوُّف:** ذ.صوفي طريقي جا پيرو-صوفي.

**اَهل حَديث:** ذ.حديث تي هلندڙ.مسلمانن جو اهو فرقو.جيڪو فقه جا مسئلا قرآن شريف ۽ حديث جي روشني ۾ حل ڪري.

**اَهل حَرمِ:** ذ.حَرم جا ماڻهو-مَستورات.

**اَهل دل:** ذ.دل ورا.صاف دل وارا.خدا وارا.سخي.

**اَهل زبان:** ذ.ٻولي جا ماهر-زبندان.

**اَهل سُخَن:** ذ.سخن جا ڄاڻو-شاعر.

**اَهلسُنّت:** ذ.سُني فرقي جا ماڻهو.مسلمانن جو هڪ فرقو.

**اَهل طَريقَت:** ذ.طريقت جا صاحب.صوفي طريقي وارا.

**اَهل ظاهر:** ذ.ظاهر تي هلندڙ.اکري معني کي ڇهندڙ.ماده پرست.

**اَهل علم:** ذ.علم وارا.عالم.

**اَهل فَن:** ذ.فن وارا-فن جا صاحب.

**اَهل قلم:** ذ.قلم وارا.لکندڙ.مصنف.اديب.

**اَهل ڪتاب:** ذ.الاهي ڪتاب کي مڃيندڙ (مسلمان.يهودي.عيسائي).

**اَهل ڪَمال:** ذ.ڪمال جا صاحب.ڪامل-پهتل.

**اَهل معرفت:** ذ.معرفت جا صاحب.خدا شناس-آتم گياني.

**اَهل نَظر:** ذ.ڏسندڙ.نقاد.فيلسوف.دورانديش.

**اَهل عيال:** ذ.زال ۽ ٻار-ٻار ٻچا.

**اَهلڪارُ:** ذ(ف) ڪم وارو.ڪارڪن.منتظم.ملازم.

**اَهلَڻُ:** م.هڪ پاسي لاڙو ڪرڻ.اُلار ٿيڻ (گاڏي).لڙڻ-جهڪڻ (ٻار).ليٽڻ.آرام لاءِ ٽيڪ ڏيڻ.

**اَهليَتَ:** ث(ع) قابليت-لياقت.

**اَهليہ:** ث(ع) گهرواري-زال.

**اَهمُ:** ذ.هرج-نقصان.عيب.

**اَهمُ:** ص(ع) وڏيڪ اهميت وارو.بلڪل ضروري.خاص.ڳرو-مشڪل (ڪم).

**اُهمَ:** ث.ڳهٽ (گرميءَ جي)-مونجهه-اُڪرس.

**اهمالُ:** ذ(ع) غفلت-سستي.بيپرواهي.دير-تاخير.ڍِلُ-گسُو.

**اُهمائي:** ث.ڳهٽ-مونجهه (ساهه جي).دمڪشي.سهڪو.ماندڪائي.

**اُهمَڻُ:** م.گرمي ڪرڻ.اُڪرس ٿيڻ.تپڻ-گرم ٿيڻ.بيهوش ٿيڻ.سهڪڻ.تڪڙ ڪرڻ.اڪي مهڻي پاتي ڪڍڻ.

**اُهمو:** ص.ساتو.ماندو.ٿڪل.(ث.اُهمي).

**اَهميَتَ:** ث(ع) ضرورت.خصوصيت.قدر.

**اَهَنُ:** ذ.ساهميءَ جي پڙن کي برابر ڪرڻ لاءِ وڌل وزن (پٿر.تورو وغيره)-پاسنگ.خالي ٿانءَ جي تور.

**اَهَنجُ:** ذ.ايذاءُ-درد.تڪليف.سُور-ڏک.

**اَهنج ايذاءُ:** ذ.ڏک سُور.ايڙاپيڙا.

**اَهنجائي:** ث.ڏکيائي-مشڪلات.سوڙهه-تنگي.

**اَهنجو:** ص.ڏکيو-اوکو-مشڪل.اٽانگو.(ث.اَهَنجي).

**اَهنجي:** اوهان جي.(شاهه جو رسالو).

**اُهَندَڙُ:** ذ.ڪپڙن جو جوڙو-وڳو.(شاهه جو رسالو).

**اَهَندُ:** ص.ڏنگو-ضدي.ڏنگي سياءَ وارو.هوڏي.ويڙهاڪ.

**اَهَنرُ:** ذ.شاديءَ ۾ گهوٽ جو پهريدار (جوا ڪثر گهوٽ يا ڪنوار جو ڀيڻويو ٿئي).

**اَهنسا:** ث(س) ڪنهن بہ ساهواري کي نہ ڏکوئڻ جو عمل عدم تشدد.

**اَهنڪارُ:** ذ(س) آپو-خودي-انانيت.هَٺ-تڪبر-غرور.

**اَهنوارجڻُ:** خراب ٿيڻ.وائڙو ٿيڻ.بيهوش ٿيڻ.

**اَهنوتري:** ث.اَهنر کي تحفي ۾ ملندڙ شيون-اَهنر جو لاڳ.

**اهو:** ذ.تيرُ-ڪانُ.

**اهو:** ض.هيءَ-ساڳيو.

**اهو اهو ڪرڻ:** نُنول ڪرڻ.

**اَهُو سَهُو:** ص.مٺ مٺ.ڏني ڏوتي.

**اَهُون:** ث.خودي-پَتِپَنو-تڪبر.

**اَهي پَهي**: ذ.اوهي واهي - ڏتي ڏوڙي. مددگار.

**اَهيرُ**: ذ.ڳنوار - ڳئون پاليندڙ.

**اَهيتي**: ث.حامله - ڏکي - ڳرڀڻي.

**اُئان**: ظ.اُتان - اُنهي ءَ جاءِ تان.

**اُئان اُئان**: ذ.ننڍڙي ٻار جي روئڻ جو آواز. ڄمڻ وقت ٻار جو آواز.

**ائتلاف**: ذ (ع) ميل جول - ٻي تڪلفي. خط و ڪتاب.

**اَئٽُ، اَيٽُ**: ذ. چرخو (سٽ ڪتڻ جو). نار - هرلو.

**اَئٽم**: ذ. (انگ) تمام ننڍڙو ذرڙو. جوهر.

**ائٽم بم**: ذ. جوهري توانائي ءَ سان ڀرپور بم. جيڪو تمام وڏي تباهي آڻي.

**ائٽَ**: ث. ڇهن يا اٺن مهينن جي ٻڪري (جا اڃا ڳڀڻ نه ٿي هجي) - ڀٽَ.

**اَئڊريسَ**: ث (انگ) پتو - سرنامو. سپاسنامو - خطاب.

**ائسوسيئيشَن**: ث (انگ) انجمن - سڀا - بزم.

**اَئڪٽَرُ**: ذ (انگ) فلم يا ناٽڪ ۾ پارٽ ڪندڙ - اداڪار.

**اَئڪٽنگ**: ص (انگ) اداڪاري.

**اُئنٽرو**: ص. حرڪتي - ڪيچلو. ڏنگو. هڪ هنڌ سڪ ڪري نه ويهندڙ (ٻار).

**اَئنچرُ**: ذ. آنچل. دامن - پَلئُه.

**اُئون**: حرف جملو ءِ ٻيو وري.

**اَئي**: ث.زالن جو هڪٻئي کي سڏڻ جو لفظ - اَڙي.

**ائين**: ظ.اهڙي ءَ طرح - ان ريت.

**ائين جو ائين**: ظ.بلڪل انهي ءَ طرح - ائين ئي.

**اياز**: اسم خاص. سلطان محمود غزنوي ءَ جو پيارو غلام، جو هن وقت "پير سبز" نالي سان مشهور آهي. سنڌي زبان جو وڏو شاعر "شيخ اياز".

**اَيالَ**: ذ (ف) گهوڙي جي ڪنڌ جا وار - ٻشڪون.

**ايامَ**: ذ (ع: يوم جو جمع) ڏينهن. گهڻو عرصو - مدت. زمانو. حيض جا ڏينهن.

**اَيامڪاري**: ث.حڪومت جو زمانو - صاحبي.

**اَياڻپ**: ث.بيوقوفي - ناداني - موڙڪائي.

**اَياڻو**: ص.نادان - موڙڪ. ٻالويولو.

**اَيبڪ**: اسم خاص. هندستان تي غلام گهراڻي جو پايو وجهندڙ بادشاهه - قطب الدين ايبڪ.

**ايترو**: ص.انهي ءَ جيترو - انهي ءَ قدر - هيترو.

**ايترو سارو**: ظ.گهڻو - سرس - سوايو.

**اَيٽُ، اَيٽُ**: ذ. هڪ تارو. جو بدي مهيني (آگسٽ) جي پهرين ڏهن تاريخن ۾ اڀري (هن جي اڀرڻ سان مال کير سڪائيندو ۽ پاڻي ۾ لاٽ ايندي آهي).

**ايثارُ**: ذ (ع) پنهنجي فائدي کي ٻين خاطر قربان ڪرڻ. بنالالچ خدمت.

**ايجابُ**: ذ (ع) نڪاح يا ڏيتي ليتي ۾ ڪنهن ٻه طرف جي آڇ.

**ايجابُ و قبولُ**: نڪاح جو قول (گهوٽ جي پاران) ۽ اقرار (ڪنوار جي طرفان).

**ايجادَ، ايجادُ**: ث (ع) نئين سر وجود ۾ آڻڻ. نئين شي ءِ ڳولي ڪڍڻ.

**ايجاز**: ذ (ع) جو نديل حصو - اختصار. تَت.

**ايجنٽُ**: ذ (انگ) مالڪ جي پاران ڪم ڪندڙ - عيوضي. ڪم شتو - پلاوتو.

**ايجنڊا**: ذ (انگ) ڪنهن گڏجاڻي ءَ جو ڪارروائي نامو.

**ايجنسي**: ث (انگ) ڪم ڪار هلائڻ لاءِ تنظيم. ڪنهن ڪمپني ءَ پاران ڪم هلائيندڙ آفيس.

**ايجهو**: ص (سرائڪي) اهڙو. (سچل)

**ايچُون پيچُون**: ث.مٺا جيترامائٽ - اڳيون پويون پيڙهيون.

**ايچو**: ذ.احسان - ٿورو.

**ايڏانهُن**: ظ.انهي ءَ طرف - انهي ءَ پاسي.

**ايڏو**: ص.ايترو وڏو. انهي ءَ جيڏو. انهي ءَ جيترو.

**ايڏو سارو**: تمام وڏو.

**اَيدوانسُ**: ذ (انگ) اڳواٽ ڏنل رقم - سوتي.

**ايڊووڪيٽ**: ذ (انگ) وڪيل.

**ايڊيٽَرُ**: ذ (انگ) اخبار جو مدير. مؤلف.

**ايڊيٽوريل**: ذ (انگ) اداريو - اخبار جو اداريو.

**ايڊيشَن**: ذ (انگ) اشاعتي ڇاپو.

**ايڊيوڪيٽ**: ص (انگ) تعليم يافته - پڙهيل ڳڙهيل.

**ايڊيُوڪيشَن**: ث (انگ) تعليم.

**ايذاءُ**: ذ (ع) سور - عذاب. درد - اهنج.

**ايذائڻ**: ۾.ڏکوئڻ. آزارڻ - ستائڻ. رنجائڻ.

**ايرُ**: ذ.ڳجهي خبر آڻيندڙ - جاسوس - چاري. (شاهه جو رسالو).

**ايراضي**: ث (ع) زمين. زمين جي ماپ - پکيڙ.

**ايراني**: ص.ايران ملڪ جو رهاڪو. ايران سان تعلق رکندڙ. (ذ) تِر جو هڪ قسم.

**ايرائون**: ذ.ڪنو.

**اير پيرُ**: ذ.آچ وڃ - آمدورفت. تعلق - واسطو.

**ايرجَڻُ:** م. پيرجڻ (ڦٽ). ميڄڻ (زخم). نگورجڻ.

**اَيرُ غَيرُ:** ذ. گند ڪچرو. مَرَميل. (ص) بيگانو - اجنبي.

**اير ڦيرُ:** ذ. ڦيرگهير - متاستا. ڦند فريب.

**ايرڪا:** ث (سن: ايرشا) حسد - بغض.

**ايرَندي:** ث. هيرڻ جو وڻ - هيرڻ. هيرڻ جو تيل.

**ايرو غيرو:** عام رواجي - معمولي حيثيت وارو ماڻهو.

**ايرو گهيرو:** ذ. آسپاس - چوڌاري.

**ايريالُ:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو - ڦرهو.

**ايرِيَل:** ذ (انگ) وائرليس يا ريڊيو جي هوائي لهرون وصول ڪندڙ تار.

**ايرينڌڙُ:** وَرندڙ - چڙندڙ (ڦٽ).

**ايرينگُ:** ذ (انگ) ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه - ننيڙو والو.

**ايريو:** ذ. هڪ پسارڪو وکر.

**ايڙَ پيڙَ، ايڙا پيڙا:** ث. لڳن جو سور. بدن جي پيڙ. عذاب - مصيبت.

**ايڙَڪُ:** ذ (سن: ايڏڪ) جهنگلي ٻڪر. وڏو دنبو - ويڙهو گهيٽو.

**ايزاد:** ذ (ع) واڌارو - اضافو.

**ايزد:** ذ (ف) ذاتِ تعاليٰ.

**ايزدي:** ص. خدائي - خدا جو.

**ايسَ:** ث. کٽ جي پاسي واري ڪاٺي - ٻانهين.

**ايستادگي:** ث (ف) بيهڪ - قيام. بيهڻ لائي.

**ايستادَه:** ص (ف) بيٺل - قائم. ڪتل. پختو - مضبوط.

**ايستائين:** ظ. ايتري وقت تائين. انهيءَ حد تائين.

**ايسَر:** ذ. هندن جو هڪ مهاديو. جنهن جي ڏائي تي هي جهاڙ رکن.

**ايسوتو:** ذ. بيل گاڏيءَ جي ڌائيءَ جي تري ۾ چاڪ وٽ لڳل ڪاٺي.

**ايشورُ:** ذ (سن) اُپائڻهار - ڀڳوان.

**ايشيا:** اسم خاص. دنيا جي ستن کنڊن مان وڏي ۾ وڏو کنڊ.

**ايشيائي:** ص. ايشيا جو رهاڪو.

**ايصالُ:** ذ (ع) وصل - ميلاپ.

**ايصال ثَوابُ:** ذ. ثواب پهچائڻ جو فعل.

**اَيضاً:** ظ (ع) پڻ. اڳئين وانگر. ساڳيو.

**ايفا:** ث (ع) واعدي وفائي - انجام جي تڪميل.

**ايڪُ:** ص (سن) هڪ - واحد.

**ايڪاسي:** ص. هڪ ءَ اسي جو عدد (81).

**ايڪانت:** ث (سن) اڪيلائي - تنهائي. گوشه نشيني.

**ايڪانوي:** ص. هڪ ءَ نوي جو عدد (91).

**ايڪائي:** ث. هيڪڙائي - وحدت. يگانگي.

**ايڪتا:** ث (سن) اتحاد - ٻڌي.

**ايڪٽيهَ:** ص. ٽيهه + هڪ جو عدد (31).

**ايڪڙُ:** ذ (انگ) زمين جو مترماپ وارو ٽڪر (8440 چورس وال ايراضي)

**ايڪڙ ٻيڪڙ:** ص. هڪ ٻه - ٿورڙا. (ظ) ڇڊو ڇاڊو - ورلي.

**ايڪسري:** ذ (انگ) انساني جسم جي پوشيده عضون جو فوٽو.

**ايڪلوئي:** ث. اڙن (سَندان) جو هڪ قسم.

**ايڪو:** ذ (سن: ايڪ) هڪ عدد - هڪڙو عدد. هڪڙي درجي وارو انگ (اڪن 9 تائين). ٻڌي - اتحاد.

**ايڪوتَر، ايڪوترو:** ص. هڪ سيڪڙو - سوَ تي هڪ (وياج).

**ايڪونجاهَ:** ص. پنجاه + هڪ وارو عدد (51).

**ايڪويهَ:** ص. ايڪيهه (21).

**ايڪهتر:** ص. سَترَ + هڪ وارو عدد (71).

**ايڪهٺ:** ص. سٺ + هڪ وارو عدد (61).

**ايڪيتالُ:** ذ. واپارين جي اصطلاح ۾ مڻ ۾ چاليهن سيرن بدران ايڪيتاليهن سيرن جي تور.

**ايڪيتاليهَ:** ص. چاليهه + هڪ وارو عدد (41).

**ايگزيڪيُوٽو:** ص (انگ) قانون جي تعميل ڪرائيندڙ. ڪم وٺندڙ. ڪم ڪندڙ.

**ايگزيڪيُوٽو آفيسر:** ذ. انتظامي عملدار.

**ايلَ:** ث. لشڪر - ڪٽڪ. انڪار. عُدولي. پرهيز.

**ايلَ:** ث. نابري - انڪار. پرهيز - ڪري.

**ايلاچو:** ذ. هڪ قسم جو رنگين ريشمي ڪپڙو.

**ايلاز منٿون:** آزيون نيازيون - ميڙون منٿون.

**ايلاهَ:** ث. دانهن. آزي. منٿ.

**ايلَ پَنهوارُ:** ذ. ٻڪرار - ريڀار. جهنگلي.

**ايلچي:** ذ (ت) عيوضي. سفير. قاصد.

**ايما:** ذ (ع: ايماءُ) ڪنهن جو اشارو. حڪم.

**ايمانُ:** ذ (ع) دل جو يقين - اعتقاد. ڀروسو - اعتبار.

**ايمانُ آڻڻ:** اعتقاد رکڻ. قبول ڪرڻ - مڃڻ.

**ايمان ڀوڙڻ:** بي ايمان ٿيڻ. ضمير وڪڻڻ. پت وڃائڻ.

**ايمانداري:** ث. سچائي - سُپت. ديانتداري.

**ايمانُدارُ:** ص. ايمان وارو. ويساهه رکندڙ. امانتدار. امين. سُپتيو. ديندار.

**ايمان وڪڻ:** لالچ خاطر حق کي ڇڏي ڪوڙ جي حمايت ڪرڻ. ڪپٽ ڪرڻ.

**ايماني:** ص.ايمان وارو.ايماندار.سورهيه-دلير.

**أيمَنُ:** ص(ع) امن وارو-محفوظ.(ث) ڪليان ناٿ جو هڪ راڳ. جو آروهي ۽ امروهي ۾ سمپورن يعني ستن سرن جو ٿيندو آهي.

**ايمنا:** اسم خاص.عورت جو نالو.

**ايمي:** ث(ع) سيپاري جو چوٿون حصو.

**اَينچي:** ث.نڙ يا ڳوءِ جي پوري ڪاني.

**ايندڙ ويندڙ:** ص.اچڻ وڃڻ وارو.(ذ) واٽهڙو-مسافر.

**اينڊو:** ص.سکيو ستابو-هوندوارو.

**اَينڊ:** ذ.ڪکن مان نهيل ٽُٽ جي پلاتي.

**اَينگُ:** ص.بهادر.اڙٻنگ.بيپرواهه.سجاڳ.اچانڪ-اوچتو.

**اينگهه:** ث.ڊيگهه.واڌ.

**اينگهه پٽاڙ:** اجائي ڊيگهه.

**اينگهائڻُ:** م.ڊيگهه ڪرائڻ-طول ڏيڻ.

**اينگهڻُ:** م.ڇڪجي ڊگهو ٿيڻ (رٻڙ).ويجهڻ.

**اَيوارڊ:** ذ(انگ) مڃتا طور ڏنل انعام يا سوکڙي.

**اَيوانُ:** ذ(ف) اڱڻ-اڳنڊ.محل-مڪان.

**اَيوب:** اسم خاص.هڪ نبي ءَ جو نالو.

**ايوريسٽ:** اسم خاص.هماليه جبل جي وڏي ۾ وڏي چوٽي (Everest).

**اَيوتو:** ص.ڏنگو.چيڙاڪ.

**اَينوٽي:** ث.هڪ قسم جي وَل.جا ڪچي ۾ لوَڻ جي وڻن تي چڙهندي آهي.جنهن جا اڇا گل ٿيندا آهن.

**ايهامُ:** ذ(ع) شعر جي هڪ صنف.جنهن ۾ ٻن معنائون وارو لفظ آندل هجي.شڪ

**اَيهرُ:** ذ.عينڪ.عينڪ مثل خاص شيشن جا ڪوپ (اکين تي پائڻ لاءِ).

**ايهي:** اهڙي-انهي ءَ جهڙي.

**ايهيءَ پَر:** اهڙي ءَ ريت.

**ايئن:** ظ.ائين-بلڪل انهي ءَ طرح.بنا شڪ شبهي جي.اهڙي حال ۾ (شاهه جو رسالو).




**ب:** ذ(ع) تلفظ "بي". سنڌي، عربي ۽ فارسي "الف-بي" جو ٻيو اکر. ابجد موجب عدد ب.

**با اَدب:** ص.ادب وارو-ادب ڪندڙ.

**باب:** ظ(ع) بابت-باري ۾.حق ۾.نصيب ۾.

**باب بڻڻ:** قسمت ۾ اچڻ.لکيو ٿيڻ.

**بابُ:** ذ(ع) دروازو-لنگهه.داستان (ڪتاب جو)-فصل.رستو. ڪاسبي ءَ جو هاري ءَ تي بيٺل ان-لاڳ.قسمت-نصيب.

**بابَ پڙهڻ:** الف بي پڙهڻ.شروع ڪرڻ.

**بابا:** ذ.بابو-پيءُ-والد.ننڍڙي ٻار لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ. جوڳي-سنياسي.

**بابَت:** ظ(ف) واسطي-لاءِ-متعلق.

**بابَچي:** ث.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽي-بابچيني.

**بابُر:** ذ(ت) شينهن-ٻبر شينهن.(اسم خاص) مغل گهراڻي جو باني بادشاهه.

**بابَلُ:** ذ.پيءُ لاءِ پيار وچان استعمال ٿيندڙ لفظ.

**بابِل:** اسم خاص.عراق جو هڪ قديم شهر.جتان تهذيب جي شروعات ٿي.

**بابلو، بابلا:** ص.ٻار لاءِ پيار جو لفظ-ٻچڙو.

**بابو:** ابو-پيءُ-والد.

**بابُو:** رمتو فقير.ريلوي جو هڪ ملازم (جيڪو ٽڪيٽون چيڪ ڪري ۽ ڏئي وٺي).

**بابُو بيڪاري:** سامي-سيلاني-جوڳي فقير.

**بابُونو:** ذ(ف) ٻسار کي ۽ ڪر جو هڪ قسم.

**بابَه:** ث.کوهه جو پاڙڇ.مالهه کي جهلڻ جي ڪاٺي.

**بابي:** ث.ٻار کي پيار مان ڏنل چمي-مِني.

**بابي:** ص.'باب' جو پيرو ڪار-بهائي.

**بابِنَ:** ث(انگ) سلائي ءَ جي مشين ۾ ڪم ايندڙ لوهي ريل.

**باپڙا:** اسم خاص.ٿر جي هندن جي هڪ ذات.

**بات:** ث.ڳالهه ٻولهه.ذڪر-بيان.سخن-گفتگو.

**باتَدبير:** ص.اٽڪل ويڙهائيندڙ-ڏاهو.

**باتَميز:** ص.سلچڻو.تميزوارو.

**باتُوني:** ص.ڳالهير-گهڻ ڳالهائو.ٻٽاڪي.

**باتَڙُ:** ص.ٺلهو-متارو.

**باٺ:** ث.بانٺ-لَٺ.چتي ٻڪ.

**بانارو:** ذ.ڪوروپچائيندڙ-ٻنارو.دايو.(ث.ٻنري).

**بانو:** ذ.ٺُلهي لَٺ-بانٺو.

**بانا ڏيڻ:** سونٺا هڻڻ-لٺين سان ڪٽڻ.

**باپُو:** ذ(ه)پيءُ-اَبو.(ص)هوشيار-ڏاهو.اُستاد.

**باجُ:** ذ(ف)محصول-ڏَنُ.

**باجگُذار:** ص.ڍل ڀرو-ڏاني.

**باجارا:** اسم خاص.ضلعي دادوءَ ۾ سيوهڻ لڳ هڪ شهر يا ڳوٺ جو نالو.

**باجَر:** ث.سنهيون ٻيڪ ر ڪنيون-سَنهورَ.

**باجو:** ذ.واڄو.هارمونيم.

**باچُو:** ص.باقي بچيل.بچت ۾.

**باچا، باچاهُ:** ذ(ف:بادشاه)بادشاه.

**باچائي، باچاهي:** ث.بادشاهي.

**باحَياءَ:** ص.حياءَوارو-شرميلو.

**باخَبَرُ:** ص.خبرركندڙ-واقف.خبردار-سجاڳ.سياڻو.

**باختَر:** ذ(ف)اولهه-مشرق.اڳاتي زماني ۾ بنخ مُلڪ جو نالو.

**باختہ:** ص(ف)گم ٿي ويل-خطا(حواس).

**باد:** ث(ف)هوا-واءُ.ريح-ٻادي.

**باد تُند:** ث.طوفان-واچ-سخت هوا.

**بادپا:** ص.هواوانگر تيزدوڙندڙگهوڙو-تکوگهوڙو.

**بادپَيما:** ص.هواماپيندڙ(اوزار).هوا جهڙوتکو(گهوڙو).

**باد خزان:** ث.سرءُ جي هوا(جيڪا وڻن جا پن ڇاڻي).

**بادسَر، باد سَنج:** ص.ترڙو.مغرور.بڪواسي.

**باد صَبا:** ث.صبح جو اُتر اولهه کان لڳندڙهوا(جنهن ۾ گل ٽڙن).صبح جي هير.

**باد صَرصَر:** ث.تمام تيزهوا.جهولو.

**باد فرنگُ:** ذ.يورپ جي هوا.هڪ مرض-ٽانڪي-آتشڪ.

**باد مَخول:** ث.سوداءُ-ماليخوليا.ننول-مسخري.

**بادالُ:** ذ.مقدار(ڏيکھويکر سان).

**بادامُ:** ذ(ف)هڪ مشهورميوو.

**بادام چَشم:** ص.بادام جهڙين اکين وارو-سهڻين اکين وارو(معشوق).

**بادامچو:** ذ.پيرت جو هڪ قسم.

**بادامي:** ث.بادام جو گورو.(ص)رنگ جو هڪ قسم.

**بادبانُ:** ذ(ف)ٻيڙيءَ جو سڙهه.

**بادَرنگُ:** ذ(ف)کيرو-ريپڙ.

**بادرُو:** ص.پاسوکڻندڙ-طرفدار.حمايتي.

**بادشاهُ:** ذ(ف)تخت ڌڻي.ملڪ جو حاڪم.تاس ۾ ٻارهون نمبرپتو.

**بادشاهت:** ث.بادشاهي-حڪومت.سلطنت.

**بادشاهزادو:** ذ.بادشاه جو پُٽ.(ث.بادشاهزادي).

**بادشاهه گردي:** ث.بادشاهن جي تبديلي-طوائف الملوڪي. ڏيمڙسي.اندڌند.ڦرلٽ.

**بادشاهي:** ث.حڪومت-صاحبي.سلطنت.

**بادشاهي ڪرڻ:** حڪومت ڪرڻ.خوشين ۾ هئڻ.عيش ڪرڻ.

**بادشاهڻ:** ث.مصريءَ جو قسم.

**باد ڪَش:** ذ.وجڻو.

**بادگولو:** ذ(ف)ٿلي سُڄي پوڻ جي بيماري.

**بادگيرُ:** ذ(ف)گهر ۾ هوا اچڻ لاءِ ڇت ۾ ڇڏيل منگهه.

**بادَلُ:** ذ.ڪڪر-ابر.

**بادل بَرسڻ:** مينهن پوڻ.الاهي رحمت وَسڻ.

**بادل کُلڻ:** ڪڪرن جو ٽڙي پکڙي وڃڻ-آسمان صاف ٿيڻ.

**بادلو:** ذ.زريءَ جي تار.زري-مقيس.ريشم ۽ سوني تار سان ٺهيل ڌاتوءَ مان ٺهيل هڪ قسم جي گهگهي(جنهن تي ڪپڙو چڙهيل هجي ۽ سنڌ ۾ ٻاتي ٿڌي رکڻ لاءِ ڪم اچي).

**بادنُما:** ذ.هوا جو طرف ڏيکاريندڙ اوزار-هوائي ڪڪڙ.

**بادو:** ص.چريو-مست.نشي ۾ مخمور.(ذ)وڏووڻو-جَمن.

**بادوان:** ص.منگهه.بادبان.

**بادَه:** ذ(ف)شراب-مَي-مَڌ.

**باده پَرست:** ص.شراب جو پيو چاري-شرابي.

**بادي:** ث(ف)پيٽ ۾ هوا پيدا ٿيڻ جي حالت.پيٽ مان نڪتل واءُ-ريح.طب يوناني موجب هڪ طبيعت.(ص)ريح پيدا ڪندڙ ڪڏو اچيو-بيسود.

**بادي سُور:** ذ.وائي سُور-وجع المفاصل.

**بادي وائي:** ث.ريح ۽ سَنڌن جي سُور جي بيماري.ڪوڙ-گهوڙو.

**باديا:** ذ(ف:باد)گهوڙي جي هڪ بيماري(جنهن ۾ گهوڙي جي

ڪُڇن ۾ وائي سوڄ جاڳوڙهانڪرن ).

**باديان:** ذ (ف) سونف - وڏُف.

**باديان خَطائي:** ذ. پسارڪي وکر جو قسم.

**باديہ:** ذ (ع) بيابان. رڻ پٽ - صحرا.

**باديہ نشين:** ص. رڻ ۾ رهندڙ - بدوي - صحرائي.

**بادڙ:** ث. جوئر جو هڪ قسم.

**بادِهَ:** اسم خاص. ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**بادِي:** ث (انگ) بدن - جسم.

**بادِي بلڊَر:** ص. ورزشي جسم وارو - ٿلهو متارو.

**بادِي گارڊُ:** ذ. حاڪم جو ذاتي نگهبان - خاص محافظ.

**باذَوق:** ص. ذوق وارو. سليقي وارو.

**بار:** ذ (ف) ڀيرو - دفعو - گهمرو (جيئن: آتش بار. اَشڪ بار وغيره).

**بارُ:** ذ (ف) بوجو - وزن. ٿَڏ. رڪيل ڪم - فرض. ذميواري. ڦل - ثمر.

**بارآوَر:** ص. ڦل ڏيندڙ (وڻ) - ثمردار. فائديمند.

**بار بَجا ڪرڻ:** بار لاهڻ. فرض نباهڻ.

**بار بَردار:** ص. بار کڻندڙ - حمال. مزور. لاڏو (وهٽ).

**باربرداري:** ث. بار ڍوئڻ.

**بار پوڻ:** بوجو پوڻ. سفارش ٿيڻ. زوربوڻ. ٿورو ٿيڻ - احسان ٿيڻ.

**بار خاطر:** ص. ان وڻندڙ. تڪليف ڏيندڙ.

**بار عام:** ث. عام اجازت. عام دربار.

**بار کڻڻ:** جوابداري قبول ڪرڻ. ذميواري کڻڻ. هام هڻڻ (مشڪل ڪم جي).

**بار لاهڻ:** جوابداريءَ جو ڪم پورو ڪرڻ. جهڙو تهڙو ڪم ڪري ڏيڻ - ميار لاهڻ. فرض ادا ڪرڻ (اولاد جو). ٿورو لاهڻ. قرض جي ادائگي ڪرڻ.

**بار وجهڻ:** ڪنهن تي ڪا جوابداري وجهڻ (ڪم جي تعميل لاءِ).

**بار:** ث (انگ) وڪيلن جي انجمن.

**بار ايٽ لا:** (انگ). قانون جو جو بئريسٽر.

**باران:** ث (ف) مينهن - برسات.

**باراني:** ث. برسات تي ٿيل پوک. مينهن تي آباد ٿيندڙ زمين.

**بارانو:** بار - بوجو. داغ - ٽڪو.

**بارانو:** ذ. هندن جي رسم موجب ديوي يا ديوتا جي مورتيءَ جو سرڳس.

**باربار:** ظ (ف) وري وري - هر هر - ذري ذري.

**بارٿُو:** ص. ميويدار - ڦروارو (وڻ). ٻيٽ سن - حمد. بار کڻندڙ.

**باردانو:** ذ. اناج. ڦٽين وغيره کڻڻ لاءِ ڳوٿيون. بوريون. بر ڪيون وغيره.

**بارڊر:** ذ (انگ) ڪنارو - وٽ. حد - دنگ.

**باردو:** ذ (ف) پسانگي ڪاٺي (جنهن سان ميويدار شاخ کي ٽيڪ ڏجي).

**بارِشَ:** ث (ف) برسات - مينهن.

**بارعُ:** ص (ع) سڀ کان سُهڻو - تمام عمدو.

**بارق:** ص (ع) چمڪندڙ - تابان.

**بارڪَ الله:** ذ (ع) "الله (توکي) برڪت ڏئي." (دعائيہ ڪلمو).

**بارڪَش:** ص. بار ڇڪيندڙ. بارگير. مزور - حمال.

**بارگاهَ:** ث (ف) دربار - ڪچهري. درگاه - آستانو.

**بارگي:** ث. دفعو - ڀيرو (يڪ بارگي = هڪ ڀيرو). ڪيري.

**بارگيرُ:** ص (ف) بار ڍوئيندڙ. بارکڻندڙ. بردبار - وڏ ڳڙدو.

**بارَن:** اسم خاص. هڪ نَئن جو نالو. جيڪا ڪيرٿر مان نڪري ڪوٽڙيءَ وٽ سنڌو نديءَ ۾ پوي - باران.

**بارو:** ذ. احسان - ٿورو. گناهن جو بار. ٽڪيد - پارت (ڪم جي).

**بارويار:** هر "بار" تي. سمنڊ جي هر نار تي. سمنڊ جي ڪناري لڳ هر نديءَ جي ڇوڙ تي.

**بارُو:** ذ. قلعي جي پٽ - ديوار - فصيل.

**بارُودُ:** ذ (ف) گندرف وغيره مان ٺهيل مصالحو (جيڪو آتشبازيءَ بارودي هٿيارن ۾ ڪم اچي) - دارون - آتشي مادو.

**بارودخانو:** ذ. بارودي هٿيارن رکڻ جي جاءِ - اسلح خانو.

**بارودي سُرنگھ:** ث. هڪ قسم جو بم.

**بارها:** ظ (ف: بار جو جمع) ڪئين دفعا - ڪيترائي ڀيرا.

**باري:** ذ (ع) خالق - اُپائيندهار. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**باري تعاليٰ:** ذ. خلقيندهار - خداتعاليٰ.

**باري:** ص (ف) باروارو - ڳرو. بارکڻندڙ (وهٽ). بارسهندڙ - بردبار.

**بارياب:** ص (ف) اجازت مليل (بارگاه ۾ داخل ٿيڻ لاءِ). درگاه ۾ قبول پيل.

**بارياب ٿيڻ:** صحبت جو فيض حاصل ڪرڻ. ملاقات ڪرڻ.

**باريابي:** ث. حاضري - داخلا.

**باريچا:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**باريڪ:** ص (ف) سَنهو. نفيس.

**باريڪ بينُ:** ذ. رمز شناس - تيزفهم.

**باريڪ بيني:** ث. غور سان ڏسڻ. تيز نظر. معمولي ڳالھ جي -

جاچ. موشگافي.

**باريڪي:** ث. سنهائي. غور سان نظر. موشگافي.

**بازّدي:** ث. هڪ قسم جو لوهي ٿانءُ (جنهن کي ڪٽڻ لاءِ ڪنڊو پيل هجي) - باٽي.

**باز:** ث (ف. بازو) ٻانهن. ڪنيڙاٽي (پکي جي). بزو.

**باز:** ظ (ف) وري - موٽي. واپس - پوئتي. ٺئين سر.

**باز اچڻ:** ساڳئي پيرتي موٽي اچڻ. پشيمان ٿيڻ - پڇتائڻ.

**بازُ:** ذ (ف) هڪ مشهور پکي - شهين (جيڪو شڪار لاءِ ڏاڙهي جي).

**باز دارُ:** ص. باز ڏاريندڙ. باز کي تربيت ڏيندڙ. باز سان شڪار ڪندڙ.

**بازگيرُ:** ص. باز جهليندڙ. (ذ) نوڪر. خدمتگار.

**بازارُ، بازار:** ث (ف) واپاري دڪانن جي قطار - هٽن جي ڪيٽيءَ وارو علائقو.

**بازار جي مٺائي:** آساني سان ملندڙ شيءِ.

**بازار گرم ٿيڻ:** گهڻو وڪرو ٿيڻ. گهٽي گهڙ ٿيڻ.

**بازار لڳائڻ:** دڪان وانگر شيون نرواڙ ڪري رکڻ. سامان جي نمائش ڪرڻ. هٽ پکيڙڻ.

**بازار مر:** هلندڙ وهنوار مر - نيڪي مر.

**بازاري:** ص. بازار جو (مال). عام رواجي. هلنو چالو (وکر).

**بازاري ٻولي:** ث. بگڙيل ٻولي.

**بازاري عورت:** ث. رولو عورت. رنڊي. ڪنجري. ڪسبياڻي.

**بازاري قيمت:** عام اگهه.

**باز پُرس:** ث (ف) وري وري پڇ. پڇا ڳاڇا.

**بازر:** ث (ف) ڏسو "بازار".

**بازرگان:** ص. واپاري - تاجر - سوداگر.

**بازگشت:** ث (ف) ساڳي ڳالهه جي موٽ. واپسي (آواز جي). گونج - پڙاڏو. افواهه.

**بازندو:** ص (ف) راندبگر. ڪيڏاري. هنرمند. بازيگر.

**بازو:** ذ (ف) ٻانهن (عضوو). ڪنيڙاٽي (پکيءَ جي). لشڪر جو پاسي وارو دستو. پهلو. سڱ واري عورت - ٻانهن. (ص) همراهه - مددگار.

**بازوبَندُ:** ذ (ف) ٻانهن مر ٻڌڻ جو هڪ ڳهه - ٻانهن رکي.

**بازي:** ث (ف) کيل - تماشو. ڪرتب - هنرمندي. راند. ڪبوتر جو پٽنو. گوءِ - سرسي. سوپ.

**بازي ٻيراني:** ٻاهرين ڳنڍن افعالن واري راند - پلاڻ ءِ برٻڌ ڪرڻ واري راند. (شاهه جو رسالو).

**بازي خور:** ص. انڪلي - ڦڙتي باز.

**بازي ڪٽڻ:** راند ڪٽڻ. گوءِ ڪٽڻ - سرسي ڪرڻ. سوپ ڪرڻ.

**بازي لڳائڻ:** شرط ٻڌڻ.

**بازي وجهڻ:** تماشو ڪرڻ - کيل ڪرڻ.

**بازيگرُ:** ص. بازي ڪندڙ. تماشو ڪندڙ. مداري. ڪيڏاري. (ث. بازيگرياڻي).

**بازيگري:** ث. کيل - تماشو.

**باسَ:** ث. قبوليت - مڃتا. سچي خواهش - آرزو.

**باسائڻُ:** قبول ڪرائڻ - مڃائڻ.

**باسَ:** ث. ٻوءِ. بدبوءِ - ڌپ. سٽس - خبر. سڱ - پيڻ - نذرانو.

**باسَ باسڻ:** سڱ باسڻ. مڃتا مڃڻ.

**باسَ پوڻ:** سٽس پوڻ - ڪواٽ ٿوري خبر پوڻ (ڪنهن واقعي يا ارادي جي).

**باس ڪرڻ:** ڌپ ڪرڻ - بدبوءِ ٿيڻ. ڪنو ٿيڻ.

**باسارو:** ص. ڌپ وارو - باسي.

**باسي:** ص. ڌپ وارو - بدبودار. گهڻي وقت جو رکيل کاڌو (جو ڌپ ڪري ويو هجي). ٻاروٿو.

**باس:** ذ (انگ) عملي آفيسر. مالڪ - آقا.

**باستانُ:** ص (ف) پراڻو - جهونو - ڪهنو.

**باسپتي، باسمتي:** ذ. اعلى درجي وارن چانورن جو هڪ قسم.

**باسط:** ص (ع) ڪشادگي ڏيندڙ. خدا تعالى جو هڪ صفتي نالو.

**باسليقه:** ص. سنيتي وارو - باتميز.

**باسَڻُ:** ذ (سن: واسَن) ٿانءُ - برتن.

**باسَڻُ:** م. ڏسڻ - ٻڌائڻ. سچي ڪرڻ (ڏوهه وغيره). قبول ڪرڻ. سڱ باسڻ.

**باشعُور:** ص. سمجهه وارو - ڏاهو.

**باشندو:** ص (ف) رهاڪو - رهندڙ.

**باشو:** ذ. هڪ قسم جو شڪاري پکي (باز جهڙو).

**باصرَه:** ث (ع) ڏسڻ جي قوت - بينائي.

**باصري:** ص (ع) بصر مرڏل (چانور).

**باصفا:** ص. پاڪ صاف. اندر جو اجرو. سچو.

**باصوابُ:** ص (ف) درست - صحيح. صحيح سلامت.

**باضابطه:** ص. دستور مطابق - ضابطي موجب.

**باطلُ:** ذ (ع) ڪوڙ. (ص) ڪوڙو - ڪوٽو. بي اثر.

**باطل پرست:** ذ. ڪافر. گمراهه.

**باطنُ:** ذ (ع) منجهه - اندر. ڳجهه - راز.

**باطن جا بانا:** مخفي رنگ- ڳجها راز.

**باطني:** ص. اندروني. لڪل- ڳجهو.

**باطونُ:** ذ. باطن. ضمير.

**باعثُ:** ذ(ع) سبب- ڪارڻ. اصليت. بنياد. (ص) باني- موجد.

**باعمل:** ص. عمل ڪندڙ. چڱا ڪم ڪندڙ.

**باغُ:** ذ (ف) ڪُن جي ٻوٽن ۽ ميوي وارن وڻن واري ايراضي- بستان- چمن.

**باغِ ارم:** شداد ڪافر جو باغ- هٺرادو بهشت.

**باغائي:** ص. باغ پوکيندڙ. باغ جي سنڀال ڪندڙ- مالهي.

**باغبانُ:** ص. باغائي- مالهي.

**باغباني:** ث. باغ سنڀالڻ ۽ پوکڻ جي ڪرت.

**باغبان:** اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ آڳاٽي تاريخي شهر جو نالو (جتي مخدوم بلاول جو مقبرو آهي).

**باغِ بهار:** ص. سرسبز- آباد. خوش.

**باغ جي موري:** ث. اها شيءِ (ماڻهو) جيڪا ليکي يا ڳڻپ ۾ نه هجي.

**باغين ٽوٽين ٿيڻ:** پنهنجي پنهنجي ڪم سان لڳڻ. پنهنجي ٿرهي ٿڳڻ.

**باغات:** ث. باغ- گهڻا باغ.

**باغيچو:** ذ(ف. باغچه) ننڍو باغ- چمن.

**باغي:** ص (ع) بغاوت ڪندڙ- سرڪشي ڪندڙ. مخالف (حڪومت جو). ٻري پچندڙ- مخالف.

**بافتو:** ذ(ف) هڪ قسم جو سوٽي ڪپڙو- ڪورو لٺو.

**بافنده:** ص(ف) اُڻندڙ- ڪوري.

**باقاعده، باقاعدي:** ظ(ف) قاعدي سان. قانون مطابق. ترتيبوار- سلسلي سان.

**باقرُ:** ذ(ع) پيٽ ڦاڙيندڙ- شينهن. علم جو ماهر.

**باقرخاني:** ث. هڪ قسم جي مٺي ماني. منوروٽ- شيرمال.

**باقلا:** ذ(ع) مٽر جون ڦريون. چؤنرا.

**باقي:** ث (ع) بقايا- بچت- پاڇي. (ص) هميشه رهندڙ- دائم قائم- بقاءُ وارو. (ذ) الله تعالیٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**باقي رکڻ:** بچائي رکڻ.

**باقيات:** ث(ع؛ باقي جو جمع) رهيل بقايا. بچت- پاڇي.

**باقيات صالحات:** ذ. نيڪ عمل.

**باقيدارُ:** ص. جنهن وٽ بقايا رهيل هجي. جيڪو بقايا نه ڏي. حساب چور.

**باڪُ:** ذ(ف) ڊپ- خوف.

**باڪره:** ث(ع) اَڻپرڻيل (ڇوڪري)- ڪنواري.

**باڪري:** ص(ع. بقال) ڀاڄي وڪڻندڙ- سبزي فروش. ميوو وڪڻندڙ.

**باڪسُ:** ذ(انگ) تيلين جي ڏٻي- ماچيس. ڪوڪو.

**باڪسر:** ذ(انگ) ٺونشي باز.

**باڪسنگ:** ث(انگ) ٺونشي بازي واري عالمي راند.

**باڪمالُ:** ذ. اوج تي پهتل. ماهر (هنر ۾).

**باڪُو:** ذ. ٻني جي چورت تي چوري ٿيل مال جي خبر ٻڌائيندڙ.

**باڪَ:** ث. پرهه ڦٽيءَ جو اهاءُ يا فجر جي روشني. صبح صادق.

**باڪ ڦٽڻ:** پرهه ڦٽڻ- فجر ٿيڻ.

**باڪ ڦٽي:** ث. پرڀات جو وقت- پرهه.

**باڪرو:** ذ. ٻڪڙو (پسارڪو وکر).

**باڪڙُ:** ص. چوٽي ڇانگيل (وڻ)- ٺوڙهو (وڻ).

**باڳڙ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جي ڦٽي. (ص) ٻگاڙ يا اجاڙ ۾ ٿل. ڪڻڪ جو هڪ قسم.

**باڳڙ دَلو:** ص. لچ- بدمعاش.

**باڳڙي:** ذ. هڪ خانه بدوش ذات- واگهڙي.

**باگهه:** ذ. پستا، باداميون وغيره- مغزات (معجون ٺاهڻ لاءِ).

**بالَ:** ذ(ف) پکيءَ جي کنيڙاٽي- بازو.

**بالُ:** ذ(انگ) کينهون- ڏڙهو.

**بالَ چالَ:** ذ. ٽينگ ٽپا. ٽپي ڊوڙ.

**بال و پَر:** ذ. کنب کنيڙاٽيون.

**بالا:** ذ(ف) مٿانهون- بلند- اوچو.

**بالابينُ:** ذ. مٿان نهاريندڙ. (شاهه جو رسالو).

**بالا بَند:** ذ. پٽڪو- پڳ. مٿيون ڪپڙو.

**بالاتَنگُ:** ذ(ف) هني تي رکيل گهٽي کي قابو ٻڌڻ لاءِ چم جو پٽو.

**بالا پوش:** ذ. سوڙ. لحاف. غلاف. لبادو.

**بالاخانو:** ذ(ف) جاءِ جي مٿان اڏيل ڪمرو. ڇت تي اڏيل ڪوٺي.

**بالاخواني:** ث. اجائي تعريف. مبالغو.

**بالاتفاق:** ظ (ع) اتفاق سان- يڪراءِ- متفقه طور. اوچتو- اچانڪ- اڻ ڳڻهان.

**بالاچُ:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**بالادَست:** ص(ف) وڌيڪ اختيار وارو. مٿيون عملدار. وڏو آفيسر.

**بالادَستي:** ث. مٿانهون اختيار- اعليٰ اختياري.

**بالادي:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**بالاسار:** ث. تڪليف- ڏک. ڏڪ- ڪاهي.

**بالانشين:** ص(ف) مٿانهين جاءِ تي ويٺل. مٿين جڳهه تي ويهندڙ. صدر.

**بالا همت:** ص. وڏي همت وارو. درياهه دل.

**بالله:** ذ(ع) الله جو قسم- خدا جو سنهن. (ظ) سچ پچ- تحقيق.

**بالائي:** (ف) مٿيون. اُٿل وارو. سرس- زياده وڌيڪ.

**بالائي آمدني:** ث. مقرر پيدائش کان وڌيڪ آمدني. رشوت وغيره.

**بالاءِ طاق:** ص. پري- الڳ.

**بالتي:** ث. ڏسو "باڙدي".

**بالجبر:** ص(ع) زور سان. زبردستيءَ سان.

**بال رُوم:** ذ(انگ) ناچ گهر.

**بالش:** ث(ف) وهاڻو- تڪيو. مَسند.

**بالشت:** ث(ف) گرانٺ- ٻاڙي.

**بالشوزم:** ث(انگ) روسي ڪميونسٽن جي تحريڪ.

**بالشوڪ:** ذ(انگ) انقلاب پسند. ڪميونسٽ.

**بالضرور:** ظ(ع) ضرورت موجب. ضرور- اَوَس. پَڪَ- يقيناً.

**بالغ:** ص(ع) جوانيءَ کي رسيل- سامايل. جوان.

**بالغ نظر:** ص. تجربيڪار. نڪته شناس. باريڪ بين.

**بالغي:** ث. بلوغت- جواني.

**بالفرض:** ظ(ع) فرض ڪجي- ڪٿي قبول ڪجي.

**بالفعل:** ظ(ع) حال في الحال- هينئر- هن وقت. حقيقت ۾- سچ پچ.

**بالڪُل:** ظ(ع) ڪُلي طور. پوريءَ طرح. نيڪ- پورو.

**بالڪني:** ث(انگ) ماڙيءَ جي اڳيان وڌيل ٽڪرو- ڇڄري.

**بالم:** ص. پيارو- پريتم. دلبر. دوست. عاشق. بيپرواهه- بي اونو.

**بالم تي ويهڻ:** بيپرواهه ٿي ويهڻ.

**بالمشافه:** ظ. روبرو- سامهون.

**بالمقابل:** ظ(ع) ڀيٽ ۾- نسبت ۾. سامهون- اڳيان.

**بالمفتو:** ظ(ع) مفت ۾- خواهمخواهه. اجايو.

**بالنگو:** ذ(ف) هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو (نازبو جهڙو).

**بالو:** ذ. پهراڻ. چولي وغيره کي گهيريدار ڪرڻ لاءِ ڪپڙي جو ڏر. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.

**بالُو:** ذ(ف) آگر ويڙهو.

**بالواسطه:** ظ(ع) ڪنهن واسطي يا وسيلي سان- ٻئي جي معرفت.

**بالُوشاهي:** ث(ف) مٺائيءَ جو هڪ قسم.

**باليدگي:** ث(ف) واڌ- ويجهه. سوڙ.

**باليقين:** ذ(ف) يقين سان- پڪ سان. ضرور- يقيناً.

**بام:** ث(ف) ڇت. ماڙي. بالاخانو. آسمان.

**بام:** ث. زال- عورت. حسين عورت- نازنين.

**بام:** ذ(انگ) ڪافور. جاڻ وغيره جي عرق مان ٺهيل مرهم (مٿي جي سور لاءِ).

**بامبول:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**بامعني:** ظ(ف) معني سان- سمجهاڻيءَ سان- شرح سان.

**بامن:** ص(سن: وامن) ننڍي قد وارو- ڇامڙو (ث. بامني).

**بان:** ث. آڻ- شڪست. بيزاريءَ جي اظهار جو لفظ.

**بان ڪرڻ:** آڻ مڃڻ (راند ۾). توبه ڪرڻ- پڇتائڻ. بيزاريءَ جو اظهار ڪرڻ.

**باڻ:** ذ. رنگ- ورن. خاصيت. ٻاڻ- تير.

**باڻ بري:** ص. ڀڀوت- خاڪ آلود. (شاهه جو رسالو).

**باڻ:** ص. دنيا کان بيزار- تارڪ.

**بانارڻ:** م. ٻوٽيون ڪرڻ (گوشت جون).

**بانا ڦاڙ:** ص. ڏاڍو مڙس- پهلوان. هٿ ڦاڙ.

**بانبٺو:** ذ. ڏسو "بانٺو".

**بانبرجڻ:** م. ڪ وڙجڻ- ڦوڪجڻ. وڏائي ڪرڻ.

**بانبڙو:** ذ. ٻار جي هٿن ءِ گوڏن ڀر ريڙهي. (ص) ڪُبو ٿي ويٺل- دونبڙو.

**بانبڙا پائڻ:** گوڏن ءِ هٿن ڀر رڙهڻ (ٻارڙي جو)- ريڙهيون پائڻ.

**بانب:** ث. تمام وڏو ٿاڻءِ.

**بانيار:** ذ. وڏو ٻرڙ. ڄر. (ص) تمام وڏو. ويران- بانياڙ.

**بانيار لهڻ:** ٻرگهل ٿيڻ. ڦاٽڻ- چير جڻ.

**بانٺ:** ث. وڻن جون سُڪل ڪانيون- وڻاٽيون. لَٺيون يا چارين جي لاڪڙ.

**بانٺ چُورو:** ذ. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.

**بانٺو:** ذ. سونٺو- ڏڪو.

**بانٺي:** ص. بڇڙو. بگڙيل.

**بانٺي:** ث. ڏاڳن جي منجهيل ويڙهي. سڌو ريشم.

**باند:** ظ. قيد- بند- گرفتار.

**باندي:** ص- بند ۾ پيل- قيدي. ٻورهيت.

**بانداهو:** ذ. ننڍو بند- بنو.

**باندر:** ذ(سن: وانر) مشهور جهنگلي جانور- وڏيون ڙو. (ث. باندري).

**باندر وانگر نچائڻ:** بي عزتو ڪرڻ. تابعدار ڪرڻ. سخت ستائڻ.

**باندرو:** ذ. باندر جهڙو. بدمعاش.

**باندري:** ص. باندر نچائيندڙ- مداري.

**باند:** ذ (انگ) معاهدو. انعامي ڪاغذ.

**بانسَ:** ث (سن: ونش) بوءِ. ڌپ - بدبوءِ.

**بانسارو:** ص. بانس وارو ڌپ - ڌپيارو.

**بانسُ:** ذ (سن: ونش) وڻ جو هڪ قسم (جنهن جون ڪانيون دگهيون، پوريون ۽ ڳريدار ٿين). بانس جي ڪاني - لَڙهو.

**بانس تي چڙهڻ:** بدنام ٿيڻ - خوار ٿيڻ.

**بانسري:** ث. وات سان وڄائڻ لاءِ هڪ ساز.

**بانسو:** ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (دوا طور ڪم اچي).

**بانڪُ:** ث. بيل گاڏيءَ جي ڦڻي جي مٿين حصي ۾ لڳل ڪني. نديءَ جو وَڙ.

**بانڪڙو:** ذ. ڪڪ جي ٻيج.

**بانڪو:** ص. بهادر - پهلوان.

**بانگَ:** ث (ف) آواز - صدا. نماز جو سڏ. اذان.

**بانگ صلواة:** الله جو ذڪر - عبادت.

**بانگو:** ص. بانگ ڏيندڙ - مؤذن. (ذ) تسبيح جي ٻنهي ڇيڙن کي ملائيندڙ دگهو مڻيو.

**بانگي:** ث (ه) جنس - نمونو (سون وغيره جو).

**بانو:** ذ. رنگ - ورن. گهوڙي جي مُنهن تي سفيد ٻوله.

**بانو بدلائڻ:** ويس بدلائڻ - چمڙا پوش ڪرڻ.

**بانُو:** ث (ف) شهزادي. خاتون. سگهڙ زال.

**بانوتو:** ذ. بانٺو. بيرق - جهنڊو.

**بانورُ:** ذ. ڏسو "باوَرُ".

**بانورجڻُ:** م. غرور ڪرڻ - فخر ڪرڻ. مست ٿيڻ.

**بانورو:** ص. ديوانو - سودائي. البيلو.

**بانورائي:** ث. ديوانگي. البيلائي.

**بانولو:** ص. مست - چريو - ديوانو. هرکيل. پِلپل. ٿوائي. سودائي. (ث. بانولي).

**بانولي:** ث (ف: باولي) ننڍي باز کي شڪار تي هيرائڻ لاءِ ڪنين ڪٿو پکي کارائڻ جو عمل. پيتي - ٿب. ٺيري - پنوائي. بازولي. ڏاڪڻ سان کوهه.

**بانٺُو:** ذ. ٻيڙي يا غوراب ۾ هوا جي رخ ڏيکارڻ لاءِ ٻڌل جهنڊو - وانٺو. (ث. بانٺي).

**بانٺُ:** ث. چتي ٻَڪَ. اٽاڻ.

**باني:** ث (سن: واني) ٻولي. سُر - آلاپ. ٻهانو.

**باني:** ث. صلاح. ترغيب - هُشي.

**باني ڏيڻ:** هشي ڏيڻ. سٽ سٽڻ. ٻهانو بنائڻ.

**باني:** ص (ع) بنياد رکندڙ - پايو وجهندڙ. اڳوان - مهندار.

**بانيڪارُ:** ص. اڳوان (ڪم جو).

**باني مباني:** ص. پهريون بنياد وجهندڙ. شروعات ڪندڙ.

**باوُجود، باوُجُود:** ظ (ف) تنهن هوندي به.

**باوَرُ:** (ف) تڪبر - هٺ - غرور. اعتبار - يقين - ڀروسو.

**باور ڪرڻ:** تڪبر ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ. اعتبار ڪرڻ.

**باوَقار:** ص. وقار وارو. عزتمند. گنڀير.

**باوَضع:** ص. وضع وارو - ڍنگائتو.

**باوُلي:** ث. اٽڪل. حرفت. ٺيري - پنوائي. قلابازي - بازيلي.

**باه:** ث. جيرو - آگ - آتش. گرمي - جوش. ڪاوڙ - غصو. مردانگي. طاقت. شهوت.

**باه پارڻ:** فساد جاڳائڻ. ظلم مچائڻ. ڏاڍي تڪڙ ڪرڻ.

**باه ٿيڻ:** تپي ڳاڙهو ٿيڻ. سخت ڪاوڙجڻ.

**باه جاڳائڻ:** باه دکائڻ. فساد مچائڻ.

**باه چندڻ:** ڪاوڙ لاهڻ.

**باه ۾ ٽپو ڏيڻ:** ڏسي وائسي پاڻ کي ٻوهي ۾ ڏيڻ يا وجهڻ.

**باهيون ٻرڻ:** محبت جا مچ مچڻ. عشق جا ولولا جاڳي پوڻ.

**باهڙُ:** ث. ٽاٻو - اڏيڙو. باهوڙ (ڪتي جي).

**باهڙائڻ:** م. ٽاٻڙائڻ. پنيلائڻ. ڪتي کي ٻچ ڪري پونڪائڻ. برخاست ڪرائڻ (محفل).

**باهڙجڻُ:** م. ٽاٻڙجڻ. ٽڙي وڃڻ (رستي، ڳالهه يا خيال تان). ڦٽو (ڪچهري).

**باهڙڻ:** م. ٽاٻڙڻ - اٽڙڻ. ڏکو ڪائڻ. ٽڙڻ - خطا ٿيڻ. برخاست ٿيڻ (مجلس).

**باهمَ:** ظ (ف) هڪٻئي سان گڏ - پاڻ ۾.

**باهمي:** ظ. پاڻ ۾ - هڪٻئي سان.

**باهمت:** ص (ف) همت وارو. سگهارو. دلير. حوصلي وارو.

**باهَنُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ - ٻهڻ.

**باهَنُ:** ذ. ٻهڻ - پونڪڻ (ڪتي جو).

**باهو:** ص. پونڪندڙ - ٻهندڙ (ڪتو). لڳاتار پونڪندڙ.

**باهو تي لڳڻ:** پويان لڳاتار پونڪڻ (ڪتي جو). ڪنهن ماڻهو کي ڪم لاءِ بار بار چوڻ. ڪنهن جي مٿان بار بار دانهن ڏيڻ.

**باهُو:** ذ. لُڏ - چڙهي. هڪ مشهور صوفي شاعر "سلطان باهو".

**باهوتو:** ذ.حسد.دشمني.

**باهُوتي:** ث.ثوري باهه- دونهين.

**باهوڙ:** م.ث.ڪتي جي ڀؤنڪ.

**باهوڙ مَچائڻ:** ڏاڍو ڀؤنڪڻ.وڏوهُل ڪرڻ.

**باهوڙڻ:** م.ڀؤنڪڻ.باهڙائڻ.ڀلائڻ.

**بائنُ:** ث.خنت- گهڻو شوق.گهڻي ڪائڻ جو حرص.

**بائڪاٽُ:** ذ(انگ) عدم تعاون- قطع تعلقات.

**بائسڪل:** ث(انگ) ٻن ڦيٿن واري سائيڪل- ڪَل گهوڙو.

**بائلو:** ذ.ڪوڏيءَ جو هڪ قسم.

**بائُو:** ذ.ٻارن کي ديڄارڻ لاءِ خيالي جانور- خوجو.

**بائيبَل:** ذ(انگ) عيسائين جو مذهبي ڪتاب- انجيل.

**باياڻي:** ث.اڏياڻيواري- حصيداري.

**ببَرُ:** ذ(ف) ڪيهر- ٻيلائي (شينهن).

**ٻُبر:** ص.وڏن ٻُڻن وارو.

**ٻَبري:** ث(ه) عورتن جي پيشانيءَ تي گول ڪتريل وار- زلف.

**ٻُبو:** ذ.پستانُ.ٿڻُ.

**ٻُبو ڏيڻ:** ٿڃ ڌارائڻ (ٻارڙي کي).ڌٿرڻ.دلبو ڏيڻ.

**ٻُبا ڇڏائڻ:** ننڍڙي ٻار کان ماءُ جي ٿڃ بند ڪرائڻ- ٿڃ ڇڏائڻ.

**ٻُبا سَگُونجڻ:** ٻين ۾ ڪيرا چڙ.

**ٻُبي:** ث.ننڍڙو ٻبو (ٻار ٻه مڙد جو).

**ٻبي:** ذ.وڏو پيٽ- ڍِڍ.

**ٻبي پرڻ:** ڍڍيرڻ.

**ٻيَرُ:** ذ.ڳچيءَ چيله جي وچ وارو بدن جو حصو.اُره- سينو.

**ٻيري:** ث.تنگن.ٻانهن ۽ مسيءَ کان سواءِ جسم- ڌڙ.

**ٻيڙي:** ث.ٻَن جي ول جي پاڙ.

**ٻيڙُ:** ث.ڍِسڙ واري زمين- ڌڏڙ.

**بُتُ:** ذ(ف) بدن- جسم.پٿر وغيره مان ٺهيل ماڻهوءَ جو بوتو- مجسمو.پني راند ۾ ڏهن ڏنن جو داءُ.اُهو تختو جنهن تي ڍارا يا ڪوڏيون اُڇلجن (چوپڙ يا جوا ۾).(ص) بيجان.هڪ هنڌ بيٺل.خاموش- چُپ.

**بُت بنجڻ:** ڪجهه بند ڪجڻ.

**بُت پِريل:** ص.بدن ۾ پريل- ٿلهو- متارو.

**بُت تراش:** ص.بُت ناهيندڙ.مورتيون جوڙيندڙ.

**بُت پرست:** ذ.بُتن کي پوڄيندڙ.

**بُت پرستي:** ث.بُتن جي پوڄا- مورتي پوڄا.

**بُت چَندڻ:** بدن کي ڏوڙ ڏيڻ.بدن جي ٿولهه گهٽائڻ.بدن ۾ هلڪو ٿيڻ.

**بُتخانو، بتڪده:** ذ.جتي بُت رکيل هجن ۽ انهن جي پوڄا ٿئي.عجائب گهر (جتي بُت رکيل هجن).

**بُت شڪَن:** ذ.بُت ڀڃندڙ.(سلطان محمود غزنويءَ جو لقب).

**بُت ڪاندارجڻ:** سيءَ يا ڊپ کان لڱن ۾ سيسڙاٽ اُيرڻ.بدن ۾ سيانڌ اُپڙڻ.

**بُت وجهڻ:** ڪري جادوءَ ذريعي ڪنهن کي تڪليف پهچائڻ لاءِ ماڻهه جي اٽي مان ان جو پُتلو ناهي مقام ۾ پورڻ- دوهه ڪرڻ.

**بَتاشو:** ذ.ڏسو "پتاشو".

**بَتالُ:** ص(ع.بطال) گمراهه.ٺوائي.واٽڙو.

**بَتال ٿيڻ:** گمراهه ٿيڻ.ٺوائي ٿيڻ.مُنجهي پوڻ.رستو وڃائڻ.

**بَتانو:** ذ(ع:بطانه) پڳڙيءَ جي اندران پراڻ طور ڏنل ڪپڙو.

**بتانو ڪڍڻ:** اندر جو راز ڪڍڻ- مَنجهه ڪڍڻ.

**بَتاءُ:** ذ.ناچوءَ جو ناز نخرو.اکين جو اشارو- غمزو.ڏيکاءُ.فريب.عذر- بهانو.

**بَتائڻُ:** م.ٻڌائڻ- سلڻ.ظاهر ڪرڻ.ڏيکارڻ.

**بَتلَڻُ:** م.ٻدلڻ- منجڻ.ڦرڻ (مٿو).ڪچي ٿيڻ (دل).گمراهه ٿيڻ.

**بُتو:** ذ.فريب- دوکو.عذر- بهانو.

**بُتو ڏيڻ:** دغا ڪرڻ- دوکو ڪرڻ.بهانو ڪرڻ.

**بَتول:** ص(ع) ڪنواري.پاڪدامن.تارڪ الدنيا عورت.(ث) بيبي مريم ۽ بيبي فاطمه الزهرا جو لقب.

**بَتولي:** ث(ه) ٺٺول- چٿر- مسخري.

**بَتي:** ث.وَٽ (ڏيئي جي).شمعدان- لالٽين.

**بُتي:** ث(ع:بطيه) بوتل- ٻاٽلي.شراب جي صراحي.

**بَتيلو:** ذ.هڪ قسم جي ننڍي ٻيڙي.

**بُتّو:** ص.ٻراٽو- جهونو- سڙيل.اٽيو.

**بتورِي:** ث.گند اڇلڻ جي جاءِ- اروڙي.پٽاريل هنڌ.ٿڪ- ٿان- آڏو.

**بَتّي:** ث.تيرن وجهڻ جي ڳوٿري.

**بَتّي جو ڪانُ:** انگس تير.هٿ وس حيلو ۽ داءُ.

**بَتُّ:** ذ.پانو (جنهن تي بچا جي ڪپڙو ويڙهيندا آهن).

**بَتالُو:** ذ.پتالو- آلو- بتالو.

**بَتالين:** ث(انگ) هڪ هزار سپاهين تي مشتمل فوجي دستو.

**بَتاتا:** ذ.مٽر يا چڻا (پاچي طور کمايندڙ).

**بَتائي، بَتئي:** ث. فصل لهڻ کان پوءِ زميندار ۽ هاريءَ جي وچ ۾ ورهاست.

**بَتئي دارُ:** ذ. هاري ۽ زميندار جي وچ ۾ اَن جي ورهاست ڪندڙ. زميندار جو عام مختيار.

**بَتئي ڪرڻ:** اَن جي تقسيم ڪرڻ- پيداوار ورهائڻ.

**بَتلرُ:** ذ(انگ) هوٽل ۾ ماني کارائيندڙ- بيرو.

**بَتَنُ:** ذ.بيڙو-تڪمو.

**بَتُون:** ذ.ڏسو "بَتُون".

**بَٽُ:** ذ. ٻاھ جو مچ- آڙاھ. تپش. وڏو ڪورو- بَٽي. ڊِگ- ڍير.

**بَٽ پئجڻ:** وڏو ڪم ڪرڻ. وڏو نقصان ڪرڻ.

**بَٽُ پرڻ:** ڪورو پرڻ. ٻيٽ پرڻ.

**بَٽ:** هوڏ- بحث- تڪرار. بينڪ.

**بُٽُ:** ذ. غير آباد زمين. بيابان. رڻ. واري يا مٽيءَ جو دڙو. ڦٽل دڙو. (ص) ويران. اُجڙ. سُڪل.

**بَٽارو:** ذ. پگڙ يا ڦلاڻي وڪڻندڙ. لشڪر يا ڪاچ جي رَڌ (سيڌو پاڻو ۽ رڌ جو انتظام) سنڀاليندڙ. ڳاڏهي- دايو. (ث.بَٽاري).

**بَٽاري:** ث. ڪوراڙ بلا جو هڪ قسم.

**بَٽڪائڻُ:** مرڻ ڪائڻ- پيڪائڻ.

**بَٽو:** ذ. ٻاھ جو ڪورو. چڻ. سرن وغيره جو ڪورو. لوهارن ۽ ٺٺارن جي ڪم جو چلهو. بدن تي ڏک جو نشان- بَٽو. باربردار جانور جي پُٺيءَ تي ٿيل گاٺ.

**بُٽو:** ذ. بيابان- رڻ پٽ- سَڃ- بُٽ.

**بَٽي:** ث. چلهو. تنور. ڪاچ جي رَڌ واري جاءِ- چَرَ. نيروتيءَ جي کُن ۾ ڏوهين جي ڪنيءَ چاڙهڻ وارو چلهو. شراب چڪائڻ وارو هنڌ.

**بَٽي چاڙهڻ:** ڪنيءَ چاڙهڻ شراب چڪائڻ.

**بُٽي:** ث.مٽيءَ جو ڍير- دڙي. قبر- تربت.

**بَپ:** ذ. دَت- مڪر- ڍونگ.

**بَپ ٻڌڻ:** ڍونگ ڪرڻ- دت هڻڻ.

**بَپا:** ظ(ف:بَرپا) قائم. جاري- شروع.

**بپتا:** ث.مصيبت- آفت- آپدا.

**بپتسما:** ث (انگ) عيسائين جي هڪ مذهبي رسم (جنهن ۾ غير مذهب واري کي عيسائي بڻائجي).

**بَپو:** ص. ڏندن پگل- پڏو.

**بَچ:** ث. سنهڙا ۽ گهاٽا وار (جيڪي هٿ لائڻ سان محسوس ٿين). ريشمي ڪپڙي وغيره جي ٻَرَ. ٻُوجرَ.

**بُچُ:** ذ. وارن جو مُچو- چڳ. وڏا ۽ کهرا وار. سَنگ جا سُوٽا (ڪڻڪ، جوئر، مڪئي وغيره).

**بُچ بُچ ڪرڻ:** پُٺي کوهي چڏڻ. ٽُنبي چڏڻ. ڪُٺي سٺي سخت سزا ڏيڻ.

**بُچ بُچ مان بوءِ اچڻ:** سخت نفرت ٿيڻ.

**بُچ پاڙي هُجڻ:** بلڪل ڪانئر هجڻ.

**بَجا:** ظ(ف) روا- جائز. مناسب. درست- صحيح.

**بَجا آڻڻ:** عمل ۾ آڻڻ. پورو ڪرڻ (فرض). مڃڻ (حڪم).

**بَجاآوري:** ث (ف) پورائي (فرض جي). مڃتا (حڪم جي). پوئواري- تعميل.

**بَجاجُ:** ذ(ع:بزاز) ڪپڙي جو واپاري. مُنيب- پَلاوٺو.

**بجارَ:** ث. ڦوڙي- پَٽي. چندو.

**بجاراٽي:** اسم خاص. هڪ ذات يا قبيلي جو نالو (جيڪي گهڻو ڪري سنڌ ۾ جيڪب آباد ضلعي ۾ وسن).

**بَجاءِ:** ظ(ف) انهيءَ جاءِ تي- صحيح. بدران- پاران. سواءِ.

**بَجرَ:** ص. سخت- تمام سخت. (ذ) هيرو- الماس.

**بُجرُ:** ص. بُجن وارو- بُوجرو. ڏگهن وارن وارو (ڪُتو).

**بُجر ڪيئون:** ذ. هڪ قسم جي ڪني بيماري. بي آرامي.

**بَجري:** ث. ڪَڪري. ننڍيون پٿريون.

**بَجز:** ظ(ف) کان سواءِ- ڌاران- بغير- بنا.

**بَجڪانو:** ذ.پوتڙو- بوچڻ. سندرو. مونهاٺو.

**بُجڪو:** ذ(ف:بُقچہ) ڪپڙي جو ٿيلهو- ڳوٿرو. (ث.بُجڪي).

**بجلي:** ث. وڄ- کنوڻ. بجليءَ جي روشني- برق. (ص). چمڪندڙ. تيز رفتار. ڦڙت.

**بَجنسي:** ظ(ف) هوبهو- نس پس- ساڳيو.

**بَجو:** ص. بَچ وارو. بُوجرو- بُجرو.

**بُجو:** ذ. هٿ جون پنجئي آڱريون تيڙي سامهون ڏيکارڻ (نفرت ڪرڻ يا لعنت وجهڻ جو عمل)- پُوندو.

**بُجو ڏيڻ:** پُوندو ڏيڻ. لعنت وجهڻ.

**بُجو هڻڻ:** ڦٽ لعنت ڪرڻ- ملامت ڪرڻ.

**بجورو:** ذ. ميوي جو قسم- ترنج.

**بجوڳُ:** ذ(سن) جدائي- وڇوڙو. بدبختي.

**بَجي:** ث. پَلاڻ جي پاسي واري ڪاٺي.

**بَجيٽ:** ث(انگ) سال جي اُپت ۽ کپت جو تخمينو. پوتا ميل.

**بَچاءُ:** ذ. حفاظت- سنڀال. امان- پناھ. سلامتي. اوٽ. اجهو. الزام کان بچاءَ لاءِ ثابتي.

**بَچائڻُ:** م. حفاظت ڪرڻ- سنڀال ڪرڻ. پناهه ڏيڻ. اَجهو ڏيڻ. پاڇي ڪرڻ.

**بَچائي ڇڏڻ:** بچت ڪرڻ. اوبرو ڪرڻ (ڪڏو). ڪنهن ڪم ڪرڻ جي تڪليف کان ڇڏائڻ.

**بَچَتَ:** ث. پاڇي- بقايا. بچيل شيءِ. نفعو- فائدو.

**بچت ڪرڻ:** ڪنجوسائيءَ سان خرچ ڪرڻ. ڪفايت ڪري رقم بچائڻ.

**بَچَڻُ:** م. سلامت رهڻ. پناهه ملڻ. نجات ملڻ (مصيبت مان). ڇڙهڻ (بيماري مان). جيئڻ- زنده رهڻ. بچت ٿيڻ- پاڇي ٿيڻ. باقي هجڻ.

**بَچَشم:** ظ (ف) اکين سان. اکين تي.

**بَچَ:** ث. هُشي (ڪُتي کي). چُرچَ- چورت. هلان جي ترغيب.

**بَچَ ڪرڻ:** بَچڻ (ڪُتو). هُشڪارڻ. ٻئي کي حملي لاءِ هُشي ڏيڻ.

**بِچ:** ذ. بُڇڙائي- بُرائي. گناهه.

**بچا:** ث. خيرات- بکيا- ڀڪشا.

**بُچان:** ث. ڪراهت. ڌڪار- حقارت. مٺيان.

**بُچان ڏيارڻ:** نفرت ڏيارڻ. ڪاوڙ ڏيارڻ.

**بچان لڳڻ:** ڪراهت اچڻ. خار لڳڻ- مٺيان لڳڻ.

**بَچائڻُ:** م. بَچ ڪرڻ. هلان ڪرائڻ. ڊيڄارڻ لاءِ ڪا پوائتي شيءِ ڏيکارڻ. ڀوتنان لاٿي ڇڏڻ (ڦڪڙي).

**بُچائي:** ث. بُڇڙائي. گناهه. خرابي.

**بچڙائي:** ث. خرابي. بَدي- بُرائي. لُچائي.

**بُچڙايون ڪرڻ:** برايون ڪرڻ. ڏوهه ڪرڻ. بد ڪري ڪرڻ.

**بُچڙو:** ص. بُرو- خراب. ڪنو- گندو. ڪوجهو- بدشڪل. ذليل- خوار. (ث. بُچڙي).

**بُچڙو ڪرڻ:** خوار خراب ڪرڻ. جٺ ڪرڻ.

**بچڙي بَلا:** ث. بلا جهڙي بچڙي. آفت.

**بَچَڻُ:** م. ڪُتي کي ڪنهن ماڻهو يا مرون ٿي ڇڏڻ. وڙهڻ لاءِ همٿائڻ.

**بُچو:** ص. بچڙو. خراب- ڪنو. بدصورت. بداعمال. گندو. گدلو. (ث. بچي).

**بَحالُ:** ظ (ف) برقرار- قائم. درست- صحيح. قبول- منظور. ٻيهر ملازمت تي قائم (برطرف ٿيل ملازم).

**بَحال ڪرڻ:** ٻيهر ساڳئي عهدي تي مقرر ڪرڻ. بدستور اجازت ڏيڻ. منظور ڪرڻ. مباح ڪرڻ

**بَحال هُئڻ:** منظور هئڻ. ٻيهر مقرر ٿيڻ. تندرست ٿيڻ.

**بحالي:** ث. منظوري. اجازت. قبوليت. مقرري.

**بَحثُ:** ذ (ع) دليل بازي. حجت. ضد- هوڏ. رد ڪد.

**بَحثائتو:** ص. بحث لائق. ٿيڪائپتي جوڳو.

**بحَث مُباحثو:** ذ. ڪنهن مسئلي تي هڪ ٻئي سان بحث. دليل بازي.

**بَحثائتو:** ص. بحث جهڙو. نڪتہ چيني جوڳو.

**بَحثي:** ص. بحث ڪندڙ. ضدي- هوڏي.

**بَحرُ:** ذ (ع) درياهُ. سمنڊ. عروضي شعر لاءِ مقرر ٿيل وزن. (ص) وڏي علم وارو. فيض.

**بَحرالعُلوم:** ذ. علمن جو درياهُ. مولانا روميءَ جي مثنويءَ جي هڪ شرح جو نالو.

**بَحر بي پايان:** ذ. اٿاهه سمنڊ. تمام اونهو سمنڊ.

**بَحر ظُلمات:** ذ. اٽلانٽڪ وڏو سمنڊ.

**بَحر ڦاڙڻ:** وڏاءُ ڪرڻ. حد کان وڌ واڪاڻ. وڏيون ڳالهيون ڪرڻ.

**بَحر ۾ پوڻ:** گهڻي ڳالهه ۾ پوڻ. ديگهه ۾ پوڻ. ڳالهه کي ڊگهو ڪرڻ. جهيڳي هڻڻ.

**بَحرو:** ذ. پاڻيءَ جو ديوتا. درياهُ. پاڻي.

**بَحري:** ص. سامونڊي. دريائي.

**بَحري بازُ:** ذ. هڪ قسم جو ڪارڪيو باز.

**بَحري فوج:** ث. سامونڊي فوج- نيوي.

**بُحرانُ:** ذ (ع) بيماريءَ جي نازڪ گهڙي (زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش). سڪرات. نازڪ حالت.

**بَحرانو، بَحراتو:** ذ. درياءَ يا پاڻيءَ جو نذرانو. هندن جي هڪ ڌرمي رسم (جنهن ۾ پاڻيءَ جي ديوتا کي نذرانو چاڙهين: اَٽي جو پيڙو. جنهن ۾ سندور ۽ گل ڦل هڻي. چومکو ڏيو ٻاري پاڻيءَ ۾ لوڙهيندا آهن).

**بحساب:** ظ. ليکي موجب- حساب سان. ٿورڙو

**بحَسب:** ظ. موافق- موجب.

**بحُڪم:** ظ. حڪم مطابق- فرمودي موجب.

**بَحري باز، بَحري باشو:** ذ (ع) باز جو هڪ قسم (مٿو اڇو. ڪلها ڳاڙها. اکيون ڪاريون. ڳچيءَ ۾ ڪرو پٽو. آڏامڻ ۾ تيز).

**بحير:** ذ. وڏو. گهڻو پڙهيل- عمل ڪامل.

**بُحَيرَہ:** ذ (ع) ننڍو سمنڊ.

**بُخارُ:** ذ (ع) ٻاڦ- ٻاپ. گرمي- حرارت. تَپ- بَرو. ڪاوڙ. ڌڪ.

**بُخار چڙهڻ:** تپ چڙهڻ- بَرو وٺڻ.

**بُخار رکڻ:** اندر ۾ ساڙ رکڻ.

**بُخار ڪڍڻ:** غبار ڪڍڻ. اندر جو ساڙ ڪڍڻ. ڪاوڙ ڇنڊڻ. دل جو بار هلڪو ڪرڻ.

**بُخار لهڻ:** تپ ختم ٿيڻ. دل جو جوش هلڪو ٿيڻ.

**بُخارو:** ذ. دونهين جي نيڪالي جي چمني.

**بُخاري:** ص. ترڪستان جي شهر بُخارا جو رهاڪو. سنڌ جي ساداتن جو هڪ پاڙو.

**بُخاري شريف:** اسم خاص. امام عبدالله بن اسماعيل بخاريءَ جو تاليف ڪيل حديثن جو مشهور ڪتاب.

**بَخائڻُ:** م. بخيو هڻائڻ- ٽوپيو ڏيارڻ. سبائڻ.

**بَختُ:** ذ (ف) ڀاڳ- نصيب- قسمت- طالع.

**بخت آزمائي:** ث. قسمت آزمائي. تَوڪل.

**بَختاوَرُ:** ص. بخت وارو- ڀاڳوارو- خوش نصيب.

**بَختاوَري:** ث. خوشقسمتي.

**بخت بيدار:** ص. خوشنصيب- سڀاڳو.

**بخت ڀِرائڻ:** ڀاڳ وَرڻ. موقعو ملڻ.

**بخت جي بازي:** ث. قسمت جو کيل. خوش قسمتي. تقدير.

**بَخت ساجو ٿيڻ:** قسمت جاڳڻ. وارو ورڻ. اقبال وڌڻ.

**بَختيارُ:** ص. بخت وارو- سڀاڳو- خوشنصيب.

**بُختي:** ذ (ف) بلخ جو ٻن ٿوهن وارو اُٺ. ڀلو اُٺ.

**بَخرو:** ذ (ف. بَهره) حصو- ڀاڱو- ڀتي. نصيب- بخت. انعام- بخشش.

**بَخش:** ث (ف) معافي. بخشش. انعام. (ص) بخشيندڙ- ڏيندڙ (فرحت بخش. امام بخش وغيره).

**بَخش جو بهَرو:** تمام گهڻي مهرباني- وڏا احسان- عين نوازش.

**بَخش ڪرڻ:** معاف ڪرڻ. امداد ڪرڻ.

**بَخشائڻُ:** م. ڏوهه وغيره معاف ڪرائڻ. معافي گهرڻ.

**بَخشائي:** ث. بخش ڪرائڻ جي حالت. معافي. ڀرچاءُ.

**بَخشش:** ث (ف) معافي. انعام- عطا. ڏات- امداد. خيرات.

**بخشش نامو:** ذ. ڪنهن شيءِ کي بخش ڪرڻ جي لکت يا تحرير- هبنامو.

**بَخشَڻُ:** م. (ف. بخشيدن) معاف ڪرڻ. بخش ڪرڻ. عطا ڪرڻ. امداد ڪرڻ. ڏان ڏيڻ. انعام ڏيڻ.

**بَخشَنهارُ:** ص. بخشيندڙ- معاف ڪندڙ. ڌڻي تعاليٰ.

**بَخشي:** ذ (ف) فوج جو مهندار- سپهه سالار.

**بُخلُ:** ذ (ع) ڪنجوسي. مرچوئائي.

**بَخملَ:** ث (ف. مَخمَل) ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**بَخملي:** ص. بخمل مان ٺهيل. لَسو- نرم.

**بَخو:** ذ (ف: بخيه) بخيو ڏيڻ- سبڻ. ڏسو "بخيو".

**بَخُوبي:** ظ (ف) چڱي طرح سان. هر لحاظ کان.

**بَخور:** ذ (ع) ڌوپ- واس.

**بَخوشي:** ظ. خوشيءَ سان. مرضيءَ سان.

**بَخَير، بَخَيريَت:** ظ (ف) خير سان. سلامتيءَ سان.

**بَخيلُ:** ص (ع) ڪنجوس- شوم- موذي. چيڙاڪ.

**بَخيلي:** ث. ڪنجوسائي. چڙ- ڪاوڙ. ورچ.

**بَخيو:** ذ (ف: بخيه) سنهو ٽوپيو. هٿ سان ٽوپي جو هڪ نمونو. سيبو.

**بَخيا هڻڻ:** ٽوپا ڏيڻ. ڳنڍ ٽوپ ڪرڻ.

**بَد:** ص (ف) خراب- ڪنو- گندو. بڇڙو. اندر پليت- ڪوٽو.

**بَد اُسلُوبُ:** ذ. بي ڍنگو. بداخلاق. گمراهه.

**بدَ اَصلُ:** ص. ڪميڻو. ڪمذات. رذيل.

**بَداَطوار:** ص. بدلڇڻ- خراب عادتن وارو.

**بَد افعالو:** ص. بد ڪار. بدتهذيب. بدفضيلت.

**بد اَنديشي:** ث. مَنُ گهرائي- بد خواهي. دشمني. ڪوتاهه بيني.

**بدَ باطِنُ:** ص. دل جو پليت- اندر ڪوٽو

**بَد جنس:** ص. خراب ذات وارو- ڪميڻو.

**بد چَشم:** ص. بري نظر سان ڏسندڙ. بد خواهه.

**بَدُ:** ذ. پيسڪوٽ راند ۾ حڪم (ترپ) کان سواءِ ٻئي رنگ جو پتو.

**بَد:** ث (سن) چوڏهينءَ کان پوءِ چنڊ جو سوس.

**بد:** ث. گولين راند جو سَڄُ.

**بُدُ:** ذ. زنانو مخصوص عضوو.

**بدا:** ث (ع: وداع) رخصت- موڪلائي. جدائي.

**بَد اَخلاق:** ص (ف) خراب عادتن وارو. بدفضيلت.

**بد اَخلاقي:** ث. ڪلڇڻائي. بدفضيلتي. بي ادبي.

**بدادي:** ص. بُري علت وارو- بدافعالو.

**بَد اعتقادُ:** ص. (ف) خراب عقيدي وارو.

**بَد اَعمالُ:** ص (ف) بڇڙن ڪمن وارو- بد ڪار. ڪلڇڻو.

**بدَ اَفعال:** ص (ف) برا ڪم ڪندڙ- بد ڪار. بدلڇڻ. بد فضيلت.

**بَد اَمني:** ث (ف) وڳوڙ- فساد. اَنڌ ڌُنڌ.

**بَد انتظامي:** ث (ف) بي بندوبستي- انڌ ڌنڌ.

**بَد اهَت:** ث (ع) حاضر جوابي. بي ساختگي.

**بَدائعُ:** ذ (ع: بدَيع جو جمع) عجائبات. نيون شيون. شاعريءَ ۾

عجيب صنعتون ۽ ڪاريگريون.

**بَدائع مَعنوي:** ذ. عبارت جون معنوي رنگينيون.

**بَدايَتَ:** ث. شروعات- آغاز. مُنڍ- اڳياڙي.

**بَدبَخت:** ص(ف) نڀاڳو- ڇندو.

**بَدبَختي:** ث. نڀاڳ.

**بُدبُدو:** ذ. پاڻي ۽ جو ڦوٽو- حباب. افواه. ڪوڙو ننڍو.

**بُدبُدا اُٿارڻ:** ڪوڙا افواه اُٿارڻ.

**بَدبُو، بَدبُوءِ:** ث(ف) خراب ٻانس- ڌپ- عُفونت.

**بَدتَر:** ص(ف) وڌيڪ خراب- وڌيڪ بڇڙو.

**بَدتَرين:** ص(ف) سڀ کان وڌيڪ خراب- بالڪل خراب.

**بَدتميز:** ص(ف) اڻ سڌريل. بي ادب. بيڍنگو. بد فضيلت.

**بَد پرهيز:** ص(ف) کاڌي پيتي ۾ ڪريو نه ڪندڙ. سنڀر نه ڪندڙ.

**بَدپَرهيزي:** ث(ف) کاڌي پيتي ۾ ڪريو نه ڪرڻ.

**بَدپيشَہ:** ذ(ف) حرامڪاري- ڪَسَبُ.

**بَدچالُ:** (ف) خراب چال وارو. آواره- اوباش. زناڪار.

**بَدحالُ:** ص(ف) تباهه حال- ڏتڙيل.

**بَدحالي:** ث. مسڪيني- تنگدستي.

**بَد حواسُ:** ص. حواس خطا ٿيل- توائي. حيران- پريشان.

**بَدحَواسي:** ث. گهٻراهٽ- پريشاني.

**بَدخصالُ:** ص(ف) ڪُلڇڻو- بدچال.

**بَدخَصلتُ:** ص(ف) بد عادتو- ڪُلڇڻو.

**بَدخُو:** ص(ف) بڇڙين عادتن وارو- ڪُلڇڻو.

**بَدخُوئي:** ث. خراب طبيعت. خراب عادت.

**بَدخَواه:** ص(ف) مَنُ ڪُهرو. ويري- مخالف.

**بَدخَواهي:** ث. مَنُ ڪُهرائي. دشمني.

**بَددُعا:** ث(ف) پِٽ- پِٽ پاراتو.

**بَددل:** ص(ف) ناخوش. مايوس- نااميد. ڪڪ.

**بَددماغ:** ص. ڇيڙاڪ. مغرور.

**بَدديانَت:** ص(ف) ڪُپتيو- خيانتي. ٺڳ- دولابي.

**بَدديانتي:** ث. ڪُپت. خيانت- دغا.

**بَدذات:** ص(ف) گهٽ ذات- ڪمذات- ڪمينو.

**بَدذهن:** ص. خراب ذهن وارو. موڳو.

**بَدَر:** ظ(ف) ٻاهر- در کان ٻاهر.

**بَدَرُ:** ذ(ع) سڄو چنڊ- ماه ڪامل. چوڏهين ۽ جو چنڊ.

**بَدرُالدُجيٰ:** ذ. اونداهي رات جو چنڊ. چوڏهين رات جو چمڪندڙ چنڊ. (ذ) نبي سڳوري ﷺ جو لقب.

**بَدَرُ:** ذ(ع. بَدَل) عيوض. طرفداري- پاسو. بَدو.

**بَدَرُ پِرڻ:** عيوض ڏيڻ. بَدو ڏيڻ. پاسو ڪٺڻ.

**بَدران:** ظ. بدلي ۾- عيوض ۾. پاران- طُرفان.

**بَدران پوڻ:** پاران پوڻ. طرفداري ڪرڻ- پاسو ڪٺڻ.

**بَدراه:** ص(ف) خراب رستي تي. بدچال- بدڪار. گمراه. آواره.

**بدراه ڪرڻ:** گمراه ڪرڻ. بدچال ڪرڻ. ڀڄائڻ (عورت).

**بَدرَقو:** ذ(ف) سفر ۾ رستو ڏيکاريندڙ- بورائو- سونهون- ساٿي. محافظ.

**بَدرڪاب:** ذ(ف) چڙهي ۾ ڏکيو گهوڙو- اَهند گهوڙو.

**بَدرنگُ:** ص(ف) خراب رنگ وارو- ڦِٽل رنگ. (ذ) پيسڪوٽ راند ۾ ترپ کان سواءِ ٻيا پتا.

**بدرو:** ذ(ف) ڪني پاڻي ۽ جي موري- ڪَسي.

**بُدڙاڪُ:** ذ. پڙ ڪوڪائي او چتو ٻاهر نڪرڻ جي حالت. وڏو ٽپ- ڇال.

**بدڙي:** ث. ننڍي هڙ- بدڙي.

**بدڙيو:** مزور. ضعيف- ڪمزور.

**بَدزَبانُ:** ص(ف) اڏنگو ڳالهائيندڙ. گارگند ڪندڙ.

**بَدزباني:** ث. بد ڪلامي. گارگند.

**بَدزيبُ:** ص(ف) اڻ سينگاريل. نه ونندڙ. بدنما.

**بَدساعت:** ث. خراب گهڙي. ڪُمهلائي.

**بَدسرشت:** ص(ف) خراب فطرت وارو.

**بَدسگالي:** ث. مَنُ ڪُهرائي- بدخواهي.

**بَدسُلوڪ:** ص. خراب هلت ڪندڙ- خراب روش هلندڙ.

**بَدسُلوڪي:** ث. خراب ورتاءُ- خراب روش. مُنهن رُڪائي. ناسازي- اڻبڻت.

**بَد سَوڻ، بَد سُوڻ:** ذ. خراب سَوڻ- بدسڳڻ- بَدفال.

**بَدسيرَت:** ص(ف) بد ڪردار- بد خصلت. بد اخلاق.

**بَدشَد:** خراب- اخلاق کان ڪريل. معيار کان هٽيل.

**بَدشڪل:** ص(ف) بد صورت- ڪوجهو- بڇڙو. بدزيب. بيڊولو.

**بَدشُگون:** ذ(ف) بدسوڻ. (ص) نحس.

**بَدصُورَت:** ص(ف) بڇڙي شڪل وارو- بد شڪل. ڪوجهو.

**بَدطينَت:** (ف) خراب خصلت وارو- بد خُو. بد مزاج. بدذات.

**بَدظن:** ذ(ف) بدگماني- شڪ. (ص) بدگمان.

**بدعَتَ**: ث (ع) نئين ڳالھ. شريعت ۾ نئين رسم (جا نبي سڳوري جن جي وقت ۾ نه ٿي هجي).

**بدعتي**: ص. شريعت جي خلاف عمل ڪندڙ.

**بَدعَملي**: ث. انڌير. بدامني. بدانتظامي.

**بَدعَهدُ**: ص. انجام نه پاڙيندڙ- بيوفا.

**بَد عَهدي**: ث. واعدي شڪني- بيوفائي.

**بَدفعلُ**: ذ (ف) خراب ڪم. بڇڙو ڪم.

**بَد فعلو**: ص. بَد ڪردار. بَداخلاق.

**بدفعلي**: ث. بَد ڪاري. حرامڪاري. زنا.

**بَدَڪَ**: ث (ع: بط) هڪ قسم جو آبي پکي- بطخ.

**بَدڪارُ**: ص (ف) بڇڙا ڪم ڪندڙ- بداعمال. گنهگار.

**بَدڪاري**: ث. بڇڙا ڪم- خراب ڪم. زنا.

**بدڪائڻُ**: م. ڊيڄارڻ. هراس ۾ وجهڻ. ڏڪائڻ.

**بَدڪردارُ**: ص (ف) خراب خصلت وارو. بد ڪار.

**بَدڪَلامُ**: (ف) اڻنگو ڳالهائيندڙ- بدزبان.

**بَدڪَلامي**: ث. بڇڙي ڳالھ. خراب گفتگو. سخت ۽ اڻ وڻندڙ گفتگو. گار گند.

**بُدڪي**: ث. ٻُودڪي- جوجڪي- ٻُور. اوچتو خيال يا وهم. نينگ. ٽپو.

**بَدڪيش**: ص. بد چال. بداخلاق.

**بَدگُمانُ**: ص (ف) بي اعتبار- شڪي.

**بدگُماني**: ث. بي اعتباري. شڪ شبهو.

**بَدگوئي**: ث (ف) بد ڪلامي- گار گند. گلا. چغلي.

**بَدَلُ**: ذ (ع) عيوض- بدلو. جزا. (ظ) بدران.

**بَدل سَدلُ**: ث. مٽا سٽا- ڦير گهير.

**بَدلائڻُ**: م. مٽائڻ- ڦيرائڻ. مٽ سٽ ڪرڻ. بدل سدل ڪرڻ.

**بَدلجَڻُ**: م. مَٽجڻ- ٻيو نمونو اختيار ڪرڻ.

**بَدلحاظُ**: ص (ف) بي لحاظ- بي مروت.

**بَدلَڻَ**: م. مٽائڻ- ڦيرائڻ. ردوبدل ڪرڻ. بدلي ڪرڻ.

**بَدلو**: ذ (ع: بدل) عيوض. اجورو. ويرُ- قصاص. انتقام. ڪيتو- جزا.

**بَدلو ونڻ**: ويرُ ونڻ- پاڙو جهاڙو ونڻ.

**بَدلي**: ث. (ع: بدل) ملازمت ۾ ڦير گهير. تبديلي. ملازم جي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ مقرري. مَٽ سٽ- ڦير گهير.

**بَدمزاجُ**: ص (ف) خراب طبيعت وارو. رکي سڀاءَ وارو. بدفضيلت. اڻنگو.

**بَدمَزگي**: ث (ف) خراب سواد يا ذائقو. انبت. طبيعت جي ناسازي.

**بَدمَستُ**: ص (ف) مدهوش. شهوتي. بد حال.

**بَدمَستي**: ث. مدهوشي. شهوت پرستي. اَرڏائي. بيپرواهي.

**بَدمعاش**: ص (ف) بد ڪرداريءَ جو ڪٽيو ڪائيندڙ. لفنگو- آواره. شرير- لُچ.

**بَدمَعاشي**: ث. بد چالي. ڪميڻپ. لُچائي.

**بَدمهري**: ث. بي احساني. نامهرباني.

**بَدَنُ**: ذ (ع) جسم- تَنُ- بُت.

**بَدن پُرڻ**: اپروٽيڻ. نستوٽيڻ. مرڻ ڪنڌيءَ تي رسڻ.

**بَدنامُ**: ص (ف) خراب نالي وارو. بڇڙائيءَ ۾ نالي چڙهيل. خوار- رُسوا. (ذ) گهوڙن جي هڪ بيماري.

**بَدناموسي**: ث. خواري- رسوائي. گلا.

**بَدنامي**: ث. خواري- رسوائي. ڪارنهن جو ٽڪو.

**بَدنَسلُ**: ص. خراب نسل وارو. بدذات.

**بَدنصيبُ**: ص (ف) نڀاڳو- بدبخت.

**بَدنصيبي**: ث. نڀاڳ- بدبختي.

**بَدنَظري**: ث. بُري نگاه- بدنيتي.

**بَد نَفسُ**: ص. ڪميڻو. شهوتي.

**بَدنُما**: ص (ف) ڏسڻ ۾ اڻ وڻندڙ. خراب شڪل وارو. ڪوجهو

**بَدنو**: ذ. پِتل. جست يا ٽامي جو ڊگهو مڙيل نليءَ وارو لوٽو. ڏاتڙءَ مان ٺهيل ڪوُنرو.

**بَدنهاد**: ص. ڪميڻو. دل جو بُڇڙو.

**بَدني**: ص. جسماني- بدن سان تعلق رکندڙ.

**بَدنيتُ**: ص (ف) خراب ارادو رکندڙ. دل جو پليت. اندر ڪُنبو.

**بَدو**: ذ. بدلو- عيوض (سڱ جي صورت ۾). سڱ جي عيوض سڱ.

**بَدي جا سڱ**: ذ. سڱ جي عيوض ٻيو سڱ. ڏي وٺ جا سڱ.

**بَدُو**: ذ (ع: بَدوي) عربستان جو ڳوٺاڻو- بدوي. بد شڪل.

**بد وَضع**: ص. بي ڍنگو- اڻ وڻندڙ.

**بَدَولت**: ظ (ف) سبب سان- جي ڪري. ذريعي- وسيلي- ڪارڻ.

**بَدوي**: ذ (ع) عربستان جو ڳوٺاڻو. صحرانشين.

**بَدهاضمو، بدهضمي**: ذ (ف) پيٽ ۾ کاڌو هضم نه ٿيڻ. معدي جي خرابي. آڪري- پيرٽي.

**بَدهَيئت**: ص. بيڍولو- بدشڪلو.

**بَدي**: ث (ف) خرابي- بُرائي. بدنيتي- ٻيائي. تهمت- بهتان. بڇڙائي.

**بَدي بُڇڙائي**: خرابي- عيب- اوگڻ.

**بديس:** ذ.پرڏيهہ-پرديس-ڌاريو مُلڪ.

**بَديع:** ص(ع) عجيب-انوکو.ناياب-نادر.

**بَديع الجَمالُ:** ص (ع) نهايت حَسين- حُسن ۾ بي مثال. (اسم خاص) "سيف الملوڪ" جي معشوقہ جو نالو.

**بَديلُ:** ص(ع) جهڙو-ثاني.مثل-نظير.

**بَدين:** اسم خاص.لاڙ پَٽ ۾ هڪ ضلعي ۽ شهر جو نالو.

**بَديهہَ:** ص.بي ساختگي.حاضر جوابي.

**بَديهي:** ص.پڌرو-ظاهر.يقيني.فطرتي.

**بڌي:** ث.هلت چلت.قاعدو.قانون.

**بَڍ، بڍ:** ث.هَڙ-ڳَنڙي.پنارڪ.

**بَداماتي پُنرو:** اسم خاص. سنڌ ۾ ڪڇ جي هڪ سورهيہ سردار جو نالو. جنهن لاکي ڦلاڻي سان مقابلو ڪيو.

**بَڊو:** ذ.هندي سنبت جو ڇهون مهينو.

**بَڊي:** ث(ع:بَدره) چمڙي جي ڳوٿري.هَڙ.ڳَنڙي.پيري.

**بَدي تي پوڻ:** ٻٽي تي بار تي پوڻ.سُست ٿي پوڻ.

**بَڌريعي:** ظ(ع) جي وسيلي-معرفت.طريقي سان.هٿان.

**بَذلُ:** ذ(ع) بخشش.عطيو.

**بَذلہ سَنجي:** ث (ف) ٺوڪ بازي. چرچو گهبو. کل مسخري.خوشطبعي.

**بَر:** ظ(ف) تي-مٿان. مرڪب لفظن جي منڍ ۾ ايندڙ لفظ (جيئن: برجستہ.بَرسر.برچشم وغيره).

**بَرُ:** ذ(ف) ويڪر.موڪر.ڦَلُ.سينو-ڇاتي.

**بَرُ ڪَڇڻ:** سينو ساهڻ.برابري ڪرڻ.

**بَرُ:** ذ(ع.برُ) رڻ-بيابان.وسيع مُلڪ-ڪَنڌُ.

**بَرٿَر:** ريگستان.بيابان-رڻُ.

**بَر مُنهن ڪرڻ:** رڻ مُنهن ڪرڻ. ڪنهن نامعلوم هنڌ ڏانهن وڃڻ.

**بر، برُ:** ص.بيزار-ڪڪ.ڪاوڙيل.

**بر تي بيهڻ:** ڪاوڙ ۾ پري يا مڇي بيهڻ.شينگ ٿي بيهڻ.

**بر مُنهون:** ذ.مُنهن سُوتل.بدشڪل.

**بَر:** ظ.برابر.

**بَر اچڻ:** برابر ٿيڻ.هڪجهڙو ٿيڻ.

**بُرُ:** ذ.وات.پيٽ.

**بُريڻ:** گهرج پوري ڪرڻ.ڄڻي پرڻ (ٻئي جي).

**بَرآمَد:** ث (ف) آمدني- اُپراسو. حاصلات. ملڪي پيداوار جي باهرين ملڪن ڏانهن روانگي.

**بَرآمده:** ذ(ف) ورانڊو-اڱڻ.

**بَر آوري:** ث(ف) پُورائي-سرانجامي.

**بَرابَر:** ظ (ف) هڪجيڏو. هڪجيترو. هڪجهڙو- مَٽ. هموَزن. درست- صحيح. هموار- سئون سڌو (پَٽ).

**بَرابري:** ث.هڪجيڏائي.هڪجهڙائي-يڪسانيت.همواري.همسري.

**بَراتَ:** ث (ع) ڇوٽڪارو- نجات (شب برات= ڇوٽڪاري جي رات.جيڪا شعبان مهيني جي چوڏهين تاريخ عيد طور ملهائجي).

**بَراتُ:** ص.چمڪندڙ-منور.تمام سفيد.

**بَراج:** ث(انگ) درياءَ کي ڏنل دروازن وارو بند-بئراج.

**براجمانُ:** ص.جلوه گر-رونق افروز.

**براجمان ٿيڻ:** رونق افروز ٿيڻ (مجلس ۾).مير مجلس ٿيڻ.

**براجڻ:** م.سينگار جڻ.ٺٺ ۾ رهڻ.

**بَرادَ:** ث(ع:براة) نجات.عيد.خوشي.

**برادر، برادري:** ث(ف) ڀائپي.ڀائيچاري.مائٽي.عزازت.نيات.

**برادريءَ جو مُنهن:** ڀائپيءَ جو ٻلڻُ.

**برادري ڪرڻ:** سڱ ڪرڻ.ڀائپي ڪرڻ.ٻيلائي ڪرڻ.

**برادريءَ مان ڪڍڻ:** راڄ مان ڪڍڻ.پَٽيا جيءَ مان ڪڍڻ.

**بَرادَرُ:** ذ(ع) ڀاءُ-اَدو.مائٽ-عزيز.

**بَرادي:** ذ.ڄڃ سان گڏ دهل وڄائيندڙ-لَنگهو-مڱڻهار.

**بَراديو:** اسم خاص.مرد جو نالو (لفظي معني= برادرات چاول).

**بَراعظَمُ:** ذ.وڏو کنڊ.

**بَرافروختہ:** ص(ف) ڪاوڙيل.چڙيل.چڙيل.

**بُراقُ:** ذ(ع) اُها سواري.جنهن تي نبي سڳورو معراج تي ويو.

**برانچ:** ث(انگ) شاخ.ڀاڱو.وڏي واهہ مان نڪتل واهہ.

**براندي:** ث(انگ) ولايتي شراب جو هڪ قسم.

**بَرانگيختہ:** ص(ف) ڪڙو ڪيل.اُڀاريل-پڙڪايل.

**براتو:** ص.وراڏل-ڪاوڙيل.

**براهماڻي:** اسم خاص.بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**براهوي:** ث.بروهڪي ٻولي.

**بَراءِ، براي:** ظ(ف) جي واسطي.لاءِ-واسطي.

**بُرائي:** ث.مَدي-خرابي.قباحت.عيب.گلا-عيب جوئي.ٻڇڙائي-بَدي.

**بَرباد:** ص(ف) ويران-اجڙ.ڏف-چٽ.تبهہ.ضايع.

**بَربادي:** ث.سَڃ-تباهي.پينگ.

**بَربَر:** ص.جهنگلي-وحشي.

**بَربَري:** ث.ٻڪريءَ جو هڪ قسم-ٻري ٻڪري.

**بربَريت:** ث.وحشانيت-حيوانيت-درندگي.ظلم.

**بَربَطُ:** ذ(ف) ساز جو هڪ قسم-سُرندو.

**بُربُل:** ث.ڏسو "بُلبل".

**بربُلو:** ص.گوسڙو.نافرمان.گهتو-جام-ريل چيل.

**بَرتاءُ:** ذ(سن:وَرتَن) ورتاءُ-هلت-رَوَيو.

**بَرتَر:** ظ(ف) وڌيڪ مٿانهون.اُتانهون-بلند.

**بَرتَري:** ث.مٿانهين-بلندي.ترجيح.

**بَرتَنُ:** ذ.ٿانءُ-باسڻ.

**برٿ:** ذ(انگ) جهازن جي ٻيهڻ جو هنڌ.ريل گاڏيءَ ۾ سمهڻ جي سيٽ.

**برٿو:** ص.بنا ڪنهن سوچ ويچار جي.اجايو-نڪمو-بيڪار.

**برٿي:** ث.مُيسر هئڻ واري حالت.ٻورائي.بدهضمي-جوگير.

**برٽش:** ص(انگ) برطانوي-انگريزن جو.

**بُرٽُ:** ص.سُڪل-خشڪ(زمين)-ٻٽ.غيرآباد-ويران.

**برپا:** ظ(ف) بيٺل-قائم.

**بَرپا ٿيڻ:** قائم ٿيڻ.وجود ۾ اچڻ.

**برپا ڪرڻ:** ڪڙو ڪرڻ-قائم ڪرڻ.اُٿارڻ(فتنو وڳوڙ وغيره).

**بَرپَٽُ:** ذ.بيابان-صحرا.ويراني-سُڃ.

**بَرڄَ:** ث.وڄ-ڪنوڻ.وڄ جا ڪڙڪاٽ.

**بُرجُ:** ذ(ع) قلعي جو ٿُل-ڪُنگرو.تارن جو ميڙ.سج جي گردش وارين ٻارهن منزلن مان هڪ منزل.

**بَرجا، بَرجاءِ:** ظ(ف) پوري جاءِ تي.هنڌائتو.برابر.موزون.

**برج ياشا:** ث(سن) ڀارت جي برج علائقي(متراءِ ان جي آسپاس) جي ٻولي.

**بَرجستو:** ظ(ف:بَرجَستہ) بروقت-عين موقعي تي.(ص) ڪڙو تڙو.چست.چالاڪ.

**بُرج قُلي:** ث.نڪ جو هڪ زيور.

**بَرجنگ:** مردنگ(ساز).

**برجيس:** ذ(ع) مشتري(گره).

**بَرچَڻُ:** م.هوبهو هجڻ.مشابهت رکڻ.لُهي وڃڻ.

**بَرحالُ:** ظ(ف) حال تي.قائم.نيڪ-برابر.موزون.

**بَرحَقُ:** ظ(ف) سچ-درست-صحيح-برابر.(ص) حق تي.سچو.

**برخاست:** ظ(ف) بس ڪري اٿڻ(ڪچهري، محفل). موقوف (نوڪريءَ مان).

**بَرخلاف:** ظ(ف) اُبتڙ.مخالف.ناسازگار-ناموافق.(ص) مخالفت ڪندڙ-دشمن.

**بَرخُوردارُ:** ص(ف) شان وارو.خوش بخت-سڀاڳو.(ذ) پٽ.

**بردُ:** ذ(سن.ورد) ناموس-نيڪنامي-وقر.لَڄ-پَت.

**بُرد:** ث(ف:بُردن) حاصلات.آمدني.نفعو.

**بَردارُ:** ص.ميويدار-ثمردار.

**بَرداشت:** ث(ف) سَهپ.بردباري-تحمل.صبر.

**برداشت ڪرڻ:** سهڻ.صبر ڪرڻ.

**بُردبارُ:** ص(ف) بار کڻندڙ.بار سهندڙ.برداشت ڪندڙ.حوصلي وارو.ڳنڀير-ڪاٺڊ وارو.

**بُردباري:** ث.سَهپ.برداشت.صبر-ڪاٺڊ-حلم.

**بَردَوامر:** ظ(ف) هميشه-سدائين-دائم.

**بَردَه:** ص(ف) ٻانهو-گولو.غلام.وڪاتل قيدي.

**بَرده فَروش:** ص.ٻانهن جو واپاري-غلامن جي تجارت ڪندڙ.

**بَرده فَروشي:** ث.ٻانهن جو واپار-غلامن جي تجارت.

**برڏ:** ذ.ننگ-ناموس.آبرو-عزت-لڄ-شرم.

**بَرڙاٽُ:** ذ.هوا خارج ٿيڻ جو وڏو ٺڪاءُ.ٺڪاڪ-ڊاڙ.

**برڙاٽ ڪرڻ:** وڏو ٺٺ ڏيڻ.ديڪ ڏيڻ-داڦڻ.مستي ڪرڻ.

**برڙاٽي:** ص.ڊاڙي-لباڙي.ڦاٽوڙو دهل.

**برڙ باڪاسُ:** ذ."راڪاس" ڪان ٻوڏي بلا-ديو.(ص) ڪاٺو.بيڏو.

**برڙو:** ذ.ننڍن ڪَنن وارو چيلو-ٻَري هرڻ ۽ ٻڪريءَ جي ميلاپ مان پيدا ٿيل چيلو.(ث.بَرڙي).

**بَر زبان:** ظ(ف) زبان تي.ياد-حفظ.

**برزُ:** ذ.چونارو(رازي جو).مارو.شاهل.

**بَرزَخُ:** ذ(ع) ٻن جاين جي وچ ۾ پردو يا وٿي.موت بعد قيامت تائين رهڻ وارو عرصو.

**بَرساتَ، بَرسات:** مينهن-بارش-وسڪارو.

**بَرسامر:** ث(ف) سيني جو سُور-ذات الجنب.

**برسَر:** ذ(انگ) مالياتي حساب ڪتاب رکندڙ-اڪائونٽنٽ.

**برسَر، بَرسر:** ظ(ف) مٿي تي-سرَتي.مٿان.

**بَرسَر اقتدار:** ظ.اقتدار ۾ آيل.طاقتور.حڪومت ڪندڙ-حاڪم.

**بَرسَر پيڪار:** ظ.جنگ جي حالت ۾-ويڙهه دوران.

**بَرسَر روزگار:** ظ.روزگار ۾ رُڌل-روزگار وارو.

**بَرسر ڪرڻ:** مٿي تي کڻڻ.ٻان تي هموار ڪرڻ.قبول ڪرڻ.

**بَرسَنَ:** وَسڻ (برسات). مُلڪ وسڻ. زمين آباد ٿيڻ.

**بَرسيمُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم.

**بُرشُ:** ذ (انگ) وارن يا وارن جهڙين تندن مان ٺهيل هڪ شيءِ (جنهن سان ڪپڙو، بوٽ، ڏند وغيره صاف ڪجن). مصوريءَ لاءِ وارن مان ٺهيل قلم.

**برشڪالُ:** ذ. مينهن جي مُند- مينهوڳي.

**بَرصُ:** ذ(ع) ڪوڙهه جو مرض.

**بَرصَوابُ:** ظ(ف) برابر- صحيح- پورو.

**بَرطَرفَ:** ظ(ف) پاسي تي- پري. الڳ. خارج- موقوف (ملازمت مان).

**بَرطرفي:** ث. نيڪالي- علحدگي. موقوفي.

**بَرعَڪس:** ظ(ف) ابتڙ- خلاف- اُلٽو.

**بَرغلائڻُ:** م (ف) ڀنيلائڻ- دوکو ڏيڻ- ورغلائڻ.

**بَرفَ:** ث (ف) ٿڌو جميل پاڻي- يخ.

**بَرف پوڻُ:** سخت سردي پوڻ- پارو پوڻ.

**بَرفاني:** ص. برف سان تعلق رکندڙ. تمام ٿڌي ملڪ يا ٿڌي هوا جو.

**برفباري:** ث. برف وسڻ جي حالت.

**بُرفَت:** اسم خاص. ڪوهستاني علائقي جي هڪ قوم جو نالو.

**بَرفي:** ث (ف) کير مان ٺهيل هڪ قسم جي مٺائي.

**بَرقَ:** ث (ع) وڄ- کنوڻ. گئس جي گرمي سان هٿرادو ٺهيل روشني- بجلي.

**بَرقي:** ص. برق جو. بجليءَ جو.

**بَرقي قُوَت:** ث. بجليءَ جي طاقت- وولٽ.

**برقَرار:** ظ(ف) بحال- قائم.

**بُرقعو:** ذ (ع: بُرقع) نقاب. زالن جي ستر ڍڪڻ لاءِ هڪ خاص لباس (جنهن ۾ سڄو جسم ڍڪجي وڃي). مراقبي ۾ جسم لڪائڻ جي چادر.

**بُرقعو مٽائڻُ:** لاڏاڻو ڪرڻ- وفات ڪرڻ.

**بُرقعي پوش:** ص. برقعو پهريل (عورت). پرهيزگار (عورت).

**بُرقعي ۾:** پردي ۾. لڪ ڇپ ۾.

**بُرقعي ۾ سُرڪو:** برقعي اندر بدمعاشي.

**بَرڪ:** ذ. تمام وڏي ڳوڻ- بوجهو- برڪي.

**بَرڪَتَ:** (ث) (ع) واڌ- گهڻائي. دعا. ڳُٽپ ۾ "هڪ" جي بدران ڪم ايندڙ لفظ.

**بَرڪت پوڻُ:** واڌ ٿيڻ. فائدو پوڻ.

**بر ڪنار:** ظ. هڪ پاسي- الڳ- ڌار.

**بَرڪي:** ث. ڦٽيون وجهڻ لاءِ وڏي ڳوڻ.

**بَرڪُ:** ص (ع: بَرڪ) ڳائيندي ۾ پهريون. سڀ کان سٺو. مشهور- ناميارو. اڳرو.

**بَرڳُ:** ذ (ف) پَن- پَتو. سمر- توشو. اسباب. وڃائڻ جو ساز.

**بَرڳ گُل:** ذ. گلاب جي گل جو پن. معشوق جا چَپ يا ڳَل.

**بَرگشتو:** ص. ڦريل. اُلٽو. پريشان.

**برگُزيده:** ص (ف) چونڊيل- ڏٺيل. پهتل (شخص). معتبر- معزز.

**برلُ:** ذ. ڪويت جو وڻ.

**بَرمحَل:** ظ(ف) موقعي تي- بروقت- ٺهپه.

**برما پُوتي:** ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**بَرمَلا:** ظ(ف) کليو کلايو- ظاهر ظهور. ڏنو وائٽو.

**بَرمَنَ:** م. ٽَهڻ- پري پچڻ.

**بَرمو:** ظ(ف) سوراخ ڪڍڻ جو اوزار- سيرائي. کوهوارو نلڪو.

**بَرمي:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر- برهمي بوٽي.

**بَرميچَڻُ:** م (ف: برمچيدن) پاڻ کي بئي جهڙو سمجهڻ. برابري ڪرڻ. سينو ساهڻ.

**بَرني:** ث (ف) شيشي، چيني يا پٿر جو ويڪري منهن وارو ٿانءُ (مربو، اچار وغيره رکڻ لاءِ)- مَرتبان.

**بَرو:** ذ (ف: بَرهءَ) ٻڪر جو هڪ قسم. (ث. بَري).

**بُرو:** ص. خراب- بَد- بڇڙو. بَد چال. نڪ ڪپيل. نرلڄو- بيشرم.

**بُرو ڀَلو:** ص. چڱو مٺو. نيڪ بَد.

**بَروبَر:** ظ (ف) برابر- درست- نيڪ. هڪجهڙو- هڪجيترو- پورو. بيشڪ- حقيقتاً.

**بَروَقت:** ظ(ف) انهيءَ مهل. فوراً- يڪدم. اُتي جو اُتي- ٺهپه.

**بروڪَر:** ذ (انگ) دلال- ايجنٽ.

**بَروو:** ذ (س) هڪ قسم جو پکي. وڻ جو هڪ قسم. ڪافي ٺاٽ جو اَوڏو (پنج سُر) ۽ سمپورن (سَت سُر) راڳ. (ص) بيمار. گهايل.

**بروهي:** اسم خاص. بلوچستان ۾ وَسندڙ هڪ قوم جو نالو.

**بَرهَ:** ث. پاڻيءَ جو سانده وهڪرو. بوڏ- اٿل. چڙ- ليٽ- برهو.

**برهَ:** ث. جنس- قسم- نوع. نئين وَٽ.

**برهُ:** ذ. جدائي- وڇوڙو. وڇوڙي جو درد- قوڙائو. عشق- محبت.

**برهه بيتُ:** ذ. عشق جو سندرو.

**بُرهانُ:** ذ(ع) روشن دليل- يقيني ثابتي.

**بُرهان قاطعُ:** ذ. صاف ۽ فيصلو ڪندڙ دليل. فارسيءَ جي هڪ مشهور لغت جو نالو.

**بَرهارو، بَرهاڙو:** ذ. پاڻيءَ جو سانده وهڪرو. سيلاب- اُٿل. آبڪلاڻيءَ ۾ پاڻيءَ جي اُٿل. وسڪاري جو آل جال پاڻي.

**برَهسپَت:** ذ (س) مشتري (گرهه). خميس (ڏينهن).

**بَرهَم:** ص (ف) چڙو چِڙ- تڙيل پڪڙيل. ڪاوڙيل. ڏمريل- ناراض.

**برهَما:** ذ (سن) ايشور جي ٽن صفاتي روپن مان پهريون روپ. اُپائيندهار.

**برهم گيَاني:** ص. الاهي علم جو ڄاڻندڙ.

**برَهَمچاري:** ذ (سن) اُهو برهمڻ، جو جٽي پاڻ کان گرهست (پرتي) تائين سَتو جتو رهي. ڌرمي وديارٿي.

**برهم ڏنڊي:** ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**برهم راتڙي:** ث. روشن ڏگهي رات. هندن جو هڪ ڏڻ.

**برهم وديا:** ث. علم معرفت.

**برَهمَڻُ:** ذ (سن) هندو ڌرم جي چئن ورنن مان پهرئين ورن وارو (هڪ عقيدي موجب برهما جي مُک مان پيدا ٿيل). ويدن جو ڄاڻو- پنڊت.

**برَهمُو سَماج:** اسم خاص (هه) راجا رام موهن راءِ جي برپا ڪيل 'برهمو' مَت جي جماعت.

**برَهمي:** ث (سن) ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (جنهن جو تيل دوا طور ڪم اچي).

**برَهَمي:** ث. انتشار- ابتري. ڪوڙ- ڏمر.

**برهمي ٻُوٽي:** ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**برَهنگي:** ث (ف) عرياني- اوگهڙ.

**برهنَه:** ص (ف) اگهاڙو- ننگو- عريان.

**بَرَهو:** ذ. پاڻيءَ جي سانده وَهڪ. ٻوڏ- سيلاب.

**بَري:** ص (ع) بيگناهه- بيڏوهي. آزاد- ڇُٽل.

**بَري الذمه:** ص. جوابداريءَ کان آزاد.

**بَري:** ص (ع) بريت جو- صحرائي. خشڪيءَ جو.

**بَري فوج:** ص. خشڪيءَ واري فوج- آرمي.

**بَري:** ث. زناني چوليءَ ۾ ڇاتي وٽ نهيل ڪيسو. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**بُرياٽ:** ث. ٻيڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاني (تخت جي ڦرهين کي جهلي بيهندڙ).

**بريانُ:** ص (ف) پڳل. ٻاهه تي پَڪل (گوشت). سڙيل.

**برياني:** ث (ف) گهڻي گوشت ۽ گيهه وارو پُلاءُ.

**بُريدَ:** ث. ڪاٽ ڪُوٽ- وَڍَڪ.

**بُريدَه:** ص. ڀُڃ وڍيل- لُنڊو.

**بُريده زبان:** زبان وڍيل- خاموش.

**بريز بريز:** ث (ف) اجائي تڪڙ. وٺ پڪڙ. هاءِ گهوڙا.

**بريسُ:** ذ (انگ) ڪرائيءَ ۾ پائڻ جو ڪنگڻ.

**بريڪ:** ث (انگ) روڪ. مشيني گاڏيءَ کي روڪڻ جو اوزار.

**بريڪ هڻڻ:** هلندڙ گاڏيءَ کي بيهارڻ.

**بريڪيٽ:** ذ (انگ) ڏنگي- قوس (جن ۾ عبارت بند ڪجي).

**بَرين:** ص. سڀ کان مٿاهون- بلند- اعلي.

**برين واشنگ:** ذ (انگ) ڪنهن جي دماغ ۾ ڪا ڳالهه ويهاري ڇڏڻ وارو عمل.

**بَڙ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جيڪو ٻڌ ڌرم وارن لاءِ پوتر آهي).

**بَڙ، بَڙهه:** ث. اجائي وڏائي. اجائي بَڪ.

**بَڙ ٻولُ:** ص. وڏوائتو- گوڙيلو- گهڻو ڳالهائيندڙ.

**بَڙ ڦاڙڻ:** ڪوڙيون ڳالهيون ڪرڻ. ڪوڙا الزام هڻڻ. گهڻو اڏائڻو خرچ ڪرڻ.

**بَڙادو:** ذ. هُل- گوڙ. بغادو. وڏوائتائي.

**بَڙاشَ:** ث. ٻٽاڪ- داڙ.

**بَڙائي:** ث. وڏائي- سيٺ- آڪڙ.

**بَڙباند:** ص. غيرآباد- ويران- سُڃو.

**بَڙ بَڙ:** ث. بڪ بڪ. ٻڻ ٻڻ- ٻٽ ٻٽ.

**بُڙ بُڙو:** ذ. ٻوڙيو- ڦوٽو (پاڻيءَ جو)- حباب.

**بُڙُنڊ:** ص. ٿلهو متارو (ماتهو)- مضبوط. تندرست.

**بَڙيڪو:** ڪندذهن- موڳو مٺر.

**بُڙتلُ، بُڙتيلو:** ص. ڏٻرو- هيٺو- ٽڪل.

**بَڙ بڙيو:** ص. گهڻ ڳالهائو. زبان دراز.

**بُڙ بڙُ:** ث. ٻوڙيا ڪري وهندڙ پاڻيءَ جو آواز. حُقي يا چلم جو آواز.

**بَڙچي:** ث (ف: بَرچي) ڀالو.

**بُڙدُ:** ذ (ف: بُرد) آمدني- حاصلات. نفعو. رشوت. سمنڊ جي پاڻيءَ ماپڻ جو اوزار.

**بُڙدانو:** ذ. پراءُ لاءِ وڏل اڳڙيون تڳڙيون.

**بُڙدانا ڪڍڻ:** اندر پيل سامان ٻاهر ڪڍڻ. آندا اگجيون ڪڍڻ.

**بُڙدي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**بُڙديرو:** ص. تمام وڏو. تمام گهڻو- بي اندز.

**بُڙڪڻُ:** م. بُڙبُڙ ڪرڻ. اُپامڻ (پاڻي)- ٽهڪڻ.

**بُڙڪڻو:** ص. بُڙبُڙ ڪندڙ. ڇپن ۾ پٽ پٽ ڪندڙ.

**بُڙڪو:** ذ. پاڻيءَ جي ٻوڙيي جو آواز. حقي يا چلم جو بڙڪو. پاڻيءَ ۾

غوطو کائڻ يا ڪرڻ جو آواز.

**بُڙڪو کائڻ:** وچ ۾ ڳالهائڻ. ڀڙڪو ڏئي وچنو ظاهر ٿيڻ.

**بُز:** ث (ف) ٻڪري. (ص) بيوقوف- ڀوڪ.

**بَزار:** ث. (ف) ڏسو "بازار".

**بَزازُ:** ص (ع) ڪپڙو وڪڻندڙ- بجاج.

**بُزائي:** ث. چريائي- بيوقوفي- ڀوڪپائي.

**بُزدل:** ص (ف) ٻڪريءَ جي دل وارو. ڊڄڻو. ڪاتر.

**بُزدلي:** ث. ڪاتر پڻو. بي همتي.

**بُزرگُ:** ص (ف) وڏو. وڏيءَ عمر وارو- پيرسن. معزز. وڏو عالم درويش.

**بُزرگوارُ:** ص. بلند- عظيم. عاليشان. شريف. عزت وارو. خدا وارو- نيڪ.

**بُزرگ مَنش:** ص. بزرگ تي طبيعت وارو.

**بُزرگ همّت:** ص. وڏيءَ همت وارو. حشمتي.

**بُزرگي:** ث. وڏائي- عظمت. شرافت. درويشي.

**بَزگيرُ:** ص (ف: بَزرگر) هاري. ڪمي- پورهيت. نوڪر.

**بَزگيري:** ث. پورهيو. مزوري. چاڪري.

**بَزمر:** ث (ف) محفل- مجلس- ڪچهري.

**بَزمر آرا:** ص. ڪچهريءَ جو سينگار- محفل جو مور. محفل جو صدر نشين.

**بَزمر اَدب:** ث. علم اَدب جي محفل. اَدبي جماعت.

**بَزمر سُخن:** مشاعرو.

**بَزمگاهَ:** ث. محفل جي جاءِ.

**بزنس:** ث (انگ) ڪاروبار- ڏنڌو- واپار.

**بزنسمئن:** ذ (انگ) ڪاروباري ماڻهو.

**بُزو:** ذ. آبي پکيءَ جو هڪ قسم

**بزور:** ظ (ف) زور سان. زوري- جبراً.

**بَس:** ث (ف) مَٺ- چُپ. ٺهر. ختمو- انتها. (ظ) بي طاقت- چٽ بيڪار.

**بَس ٿي وڃڻ:** چپ ٿي وڃڻ. ختم ٿي وڃڻ. چٽ ٿي وڃڻ. ڏبرو ٿيڻ. بي طاقت ٿيڻ.

**بَس ڪرڻ:** پڄاڻي ڪرڻ- بيهڻ. توبهه ڪرڻ.

**بَس:** ث (انگ) مسافرن جي سواريءَ وارِي لاري.

**بُس:** ث. ڏوڙ- مٽي- دز.

**بَسا اوقات:** ظ (ف) گهڻو ڪري- عام طرح.

**بساطُ:** ذ (ع) چوپڙ يا شطرنج راند جو خانن وارو ڪپڙو.

**بَساطَت:** ث (ع) رواني. سادگي.

**بساطي:** ص. راند ڪاو ڪندڙ. گهورڙيو.

**بَسالتَ:** ث (ع) بهادري- شجاعت.

**بسَبَب:** ظ. سبب ڪري- ڪنهن ڪارڻ.

**بَستُ:** ذ (س: وَستُ) وٿ- شيءِ. سامان سٽو.

**بَستا سُرخي:** ث. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**بُستانُ:** ذ (ف) باغ- چمن.

**بسترُ:** ذ (ف) بسترو- هنڌُ.

**بستر بَندُ:** ذ. هنڌ ويڙهي ٻڌڻ جو غلافُ.

**بسترو:** ذ (ف) وڇاڻو- هنڌ. بسترو.

**بسترو گول ڪرڻ:** هنڌ تيڙ ٻڌڻ. لڏي وڃڻ. بيدخل ٿيڻ.

**بستري داخل:** ص. مريض- بيمار.

**بَستگي:** ث (ف) لاڳاپو- تعلق. بندش. امساڪ. ڪابه رقم (ڍل وغيره) مقرر ڪري حساب ۾ آڻڻ جي حالت.

**بَستہ:** ص (ف) قابو ٿيل- جڪڙيل. ٻڌل. جَميل- جاول. جڏوءَ ۾ ورتل.

**بَستہ رَحمر:** ث. اها عورت، جنهن کي اولاد نه ٿئي- سنڍ.

**بَستو:** ذ (ف. بَستہ) اهو ڪپڙو، جنهن سان هڙ ٻڌجي. ٿيلهو (ڪپڙن يا ڪتابن رکڻ جو)- پوتڙي.

**بَستي:** ث. (س: وَستي) (سندي) وسندي- آبادي- واهڻ- وستي.

**بُسجڻ:** پاروٿو ٿيڻ. بانسي ٿيڻ. خراب ٿيڻ. سينوارجڻ.

**بَسر ڪرڻ:** پڄاڻي ڪرڻ. گذارڻ- گهارڻ.

**بَسَر و چشمر:** ذ (ف) مٿيءَ اکين تي. خوشيءَ سان.

**بُسري:** ث. ڳڙ واري ماني- ڳڙهاڙي.

**بُسَڙ:** ث. ڏڌڙ- ڏوڙ- بُس.

**بَسطُ:** ذ (ع) ڪشادگي- وسعت. وضاحت- تفصيل.

**بسفائجُ:** ذ (ف) پسارڪي وکر جو ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽي.

**بسڪوٽُ:** ذ (انگ: بسڪيٽ) ميديءَ سٽي وغيره مان پڪل هڪ قسم جي مٺي ٽڪي.

**بسمر الله:** ث (ع) "بسم الله الرحمان الرحيم" جا پهريان لفظ (الله جي نالي سان). شروعات- ابتدا. ٻارڪي مڪتب ۾ ويهارڻ جي رسم. (ظ) پهرين ڪري.

**بسمر الله ڪرڻ:** شروع ڪرڻ.

**بسمل:** ص (ف) ڪُٺل- ذبح ٿيل.گهايل- قتيل.

**بسمل گاهه:** ث. ڪوس خانو.

**بسمي:** ث. ڪيري-رَڪ- چارُ.

**بَسَنتُ:** ذ (سن: وَسنت) بهار جي مند (چيٽ ۽ ويساک جي مهينن ۾ ٿئي). هڪ راڳ. جو آروهي ۽ امروهيءَ ۾ ستن سُرن جو راڳ ٿيندو آهي.

**بَسَنتي:** ص. بهار جو. بهار جي موسم جو. هيڊو- زرد.

**بُسو:** ذ. چانورن، جَوَن وغيره جون کلون- بُوسو.

**بَسي:** ث. چينيءَ جي پليٽ- سا سَر.

**بسيار:** ص (ف) گهڻو- جهجهو.

**بَسيرو:** ذ. واهيرو- آهيرو. آکيرو. آشيانو. ٿوري وقت لاءِ رهڻ جي جاءِ- ڊابو.

**بَسيطُ:** ص (ع) ڪشادو- وسيع. پکڙيل.

**بُشُ:** ص. صفا چريو- چَريٽ. چَٽ- بُوز.

**بشارَتَ:** ث (ع) خوشخبري. مبارڪ- واڌائي.

**بشاشُ:** ص (ع) خوش- سَرهو. کلمک.

**بَشاشَت:** ث. خوشي- سُرهائي. خوش طبعي.

**بشَپُ:** ذ (انگ) گرجا جو وڏو پادري.

**بَشَرُ:** ذ (ع) انسان- آدمي- ماڻهو.

**بَشري جامو:** ذ. انساني صورت.

**بَشَريَتُ:** ث. آدميت- انسانيت.

**بُشريٰ:** ث. بشارت. عورت جو نالو.

**بَشرطيڪ:** ظ (ف) انهي شرط سان.

**بُشڪو:** ذ. بجڪو. ٻُوٽرو.

**بُشڪُون:** ث (ف) گهوڙي جي ڪنڌ جا وارَ.

**بشنيِ:** ص. ٻُنديچوڙ.

**بَشير:** (ع) بشارت ڏيندڙ. (ذ) نبي سڳوري (ﷺ) جن جو هڪ لقب.

**بَشينُ:** ذ (ف) شڪاري پکيءَ جو هڪ قسم.

**بصارَتَ:** ث (ع) اک جي روشني- نظر- ديد.

**بَصَرُ:** ذ (ع) اک. نگاهه- بينائي.

**بَصَرُ:** ذ (ع: بَصَلُ) پياز.

**بَصر چلڻ:** پردو کولڻ- راز يا عيب ظاهر ڪرڻ.

**بَصران:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**بَصيرُ:** ص (ع) ڏسڻ وارو- ڏسندڙ- بينا. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**بَصيرَتَ:** ث (ع) بينائي. اندر جو سوجهرو.

**بضاعَت:** ث (ع) سامان سَڙو- ملڪيت. حصو. پتي- ڀاڱو.

**بَطَخ:** ث. بدڪ.

**بَطَنُ:** ذ (ع) پيٽ- شڪَم. اندر- ڳجهه.

**بعثَتَ:** ث (ع) رسالت- پيغمبري- نبوت.

**بَعد:** ظ (ع) پوءِ. پٺ ۾.

**بَعد ازان:** انهيءَ کان پوءِ.

**بُعدُ:** ذ (ع) دوري- مفاصلو- وٿي.

**بَعض:** ظ (ع) ڪي- ڪجهه.

**بَعضي:** ظ (ع) ڪنهن وقت- ڪڏهن- اتفاقاً.

**بَعضي بعضي:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن.

**بَعيدُ:** ظ (ع) پري- ڏُور.

**بَعيدالعقل:** سمجهه ۾ نه ايندڙ- عقل کان ٻاهر.

**بعَينه:** ظ (ع) هوبهو- ساڳيو.

**بَغاغو:** ذ. بغاوت- فساد. گوڙ- هنگامو. هُل.

**بَغاوَتَ:** ث (ف) سرڪشي- نافرماني. حڪومت جي مخالفت. وڳوڙ- فساد.

**بَغبَغو:** ذ. گوڙ- گهمسان. فساد. جهيڙي جو آواز.

**بَغدادُ:** ذ (ع) عراق جو هڪ شهر. (بغداد جي تباهيءَ تان ڪنڍيه معني) ظلم- قهر.

**بغداد ٿيڻ:** ظلم ٿيڻ- قهر ٿيڻ- ناحق ٿيڻ.

**بَغدادي:** اسم خاص. مداحن ۾ حضرت عبدالقادر جيلانيءَ جو عام لقب. (ص) بغداد شهر جو رهاڪو.

**بُغدي:** ذ. (ف: بُختي) سگهارو لاڏوڻ.

**بُغضُ:** ذ (ع) ڪينو- حسد. دشمني- وير.

**بُغضي:** ص. ڪينو رکندڙ- حاسد.

**بَغَلُ:** ذ (ف) ڪڇ.

**بَغل ٿيلهو:** ذ. ڪڇ ۾ ڪٽي هڻڻ جهڙو ٿيلهو. (ث. بغل ٿيلهي).

**بَغل نوڪڻ:** خوشيءَ مان ڪڇون نوڪڻ. خوش ٿيڻ. ڪڇيون هڻڻ.

**بَغل پَٽڻ:** ڪم ڪري نه سگهڻ. اجائي ڪوشش ڪرڻ. وس آهر مڙسي ڏيکارڻ.

**بَغلگيرُ:** ظ. ڀاڪرين- ڀاڪر ۾.

**بَغل ۾ ڇُري:** ڳجهو بغض- منافقي.

**بُغلو:** ذ. تاش راند ۾ وڏو داءُ.

**بَغلي:** ث (ف) قميص يا پهراڻ ۾ ڪڇ واري حصي جو ڪپڙو. اُنڊ

جي هڪ بيماري. بغل ٿيلهي. مهه يا راند جو هڪ داءُ.

**بغوچڙ:** ث. هڪ قسم جي ننڍڙي دريائي ٻيڙي.

**بغير:** ظ(ع) کان سواءِ- علاوه- بنا.

**بقا، بقاءُ:** ذ(ع) هميشه رهڻ جي حالت. جٽاءُ.

**بقابالله:** الله سان هڪ ٿي وڃڻ (تصوف ۾ هڪ منزل جو نالو).

**بقال:** ص(ع) پاچي يا ميوو وڪڻندڙ- بڪاري.

**بقائو:** ص. بقاءُ ڪندڙ. دائم قائم. جٽادار.

**بقايا:** ث(ع) بچت- پاچي. رهيل رقم (قرض).

**بقايا ڪڍڻ:** باقي قرض بيهارڻ. صافي بچت ڪڍڻ.

**بقر:** ذ(ع) ڳئون- وهُڙي. قرآن شريف جي هڪ سورة.

**بقر عيد:** ث. عيد الاضحي- حج واري عيد.

**بُقراط:** اسم خاص. يونان جو هڪ مشهور ڏاهو. جيڪو علم طب جو باني هو.

**بُقعه:** ذ(ع) هنڌ- ماڳ.

**بُقعه نُور:** ذ. نوروانگر نهايت روشن هنڌ.

**بقم:** ذ(ع) ڳاڙهي رنگ جو هڪ قسم جو ڪاٺ.

**بقيع:** ذ(ع) وڻن جو جهڳٽو- ٻيلو.

**بقيه:** ذ(ع) باقي رهيل حصو- بچت.

**بَڪَ:** ث. اجايو ڳالهاءُ. بخي. ڳالهه جي اجائي ڊيگهه.

**بَڪ شَڪ:** بڪواس- بيهودي گفتار. لباڙ.

**بَڪ ڪرڻ:** جهڳي هڻڻ. گهڻو ڳالهائڻ. بيهودو ڳالهائڻ.

**بُڪُ:** ذ. (ٽنگ جي) پني. ڏونرو (ٻانهن جو).

**بُڪ، بُوڪُ:** ذ(انگ) ڪتاب.

**بُڪ اسٽال:** ڪتابن وڪرو ڪرڻ جو عارضي دڪان.

**بُڪ بائينڊر:** ص(انگ) جلد ٻڌندڙ- جلدساز.

**بُڪ پوسٽ:** ذ(انگ) کليل لفافي خط. ڪتابن وغيره جو کليل پارسل.

**بَڪار:** اسم خاص. سومرن جي دؤر ۾ سنڌ جي هڪ پاڳي جو نالو.

**بَڪارتَ:** ث(ع) ڪنوارپڻو- ڪنوارپ.

**بَڪاري:** ص(ع. بقال) ميوو يا جي يا گل وڪڻندڙ. (ث. بڪارڻ).

**بَڪاوَل:** ذ(ف) وڏو ٻورچي. ساقي.

**بَڪاوَلي:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**بُڪاءُ:** ذ(ع) روڄ- ماتم.

**بَڪ بَڪ:** ث. بڪواس- بخي اجايو گهڻو ڳالهائڻ.

**بَڪبڪيو:** ص. گهڻو ڳالهائو- بڪواسي.

**بَڪتَر:** ث(ف: بڪتر) لوهه جي زره.

**بَڪتر بَند:** ص. زره پوش. (ث) حساس قيدين کي ڪڍڻ لاءِ هڪ قسم جي بند گاڏي.

**بُڪچي:** ث. بچڪي. گج جي ننڍي نهيل ڳوٿري.

**بَڪَرُ:** ذ(ع. بقل) ساڳي پاچي ءِ ميوو. وکر.

**بَڪرمُ:** ذ(انگ) ڪپڙي جو هڪ قسم (ڪوٽن وغيره ۾ استر جي ڪم اچي).

**بَڪَڪَ:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**بَڪَلُ:** ذ(انگ) وارن کي قابو بيهارڻ جو ڪلپ. سپاهي ءَ کي عهدي جي حساب لاءِ مليل بلو.

**بَڪَمُ:** ذ. وڻ جو هڪ قسم- ڳاڙهي چوڏي وارو وڻ.

**بَڪم ڪاني:** ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**بَڪم مال:** ذ. نازڪ شيون- نازڪ ئون مال.

**بَڪَڻُ:** م. گهڻو ڳالهائڻ. اجايو ڳالهائڻ. ادنگو ڳالهائڻ. وڪڻ.

**بَڪنو:** ص. بڪبڪيو- بڪواس ڪندڙ. گهڻو ڳالهائو.

**بَڪواس:** ث. بڪ بڪ- بخي. بيهودي گفتار.

**بَڪواسي:** ث. بڪ بڪيو- گهڻو ڳالهائو- واتراڏو.

**بُڪي:** ث. ڳڙدو- پني (ٽنگ جي).

**بُڪيرا:** اسم خاص. حيدرآباد ضلعي ۾ ٽنڊي الهيار لڳ هڪ مشهور ڳوٺ جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

**بَکَ:** ث. چمڪ- ٽمڪ.

**بَکُ:** ذ. ڪچ. بڪل- قرباني.

**بَکُ ٿيڻ:** ڪچ ٿيڻ. شڪار ٿيڻ.

**بُکَ:** ث. کاڌي جي اشتها. لنگهڻ. فاقو. هيڇ- حرص.

**بُکارو:** ص. بکيو- لنگهيو. (ث. بکاري).

**بُکائجڻ:** م. بکائجڻ.

**بُکايل:** ص. بکرو- بکيو. لنگهيو. سڪ يل.

بَکائڻ: م. ڇنو ڏيڻ. چمڪائڻ. پرڪاش ظاهر ٿيڻ.

بَکر: اسم خاص. سکر لڳ هڪ جهوني شهر جو نالو. جيڪو سنڌو نديءَ ۾ هڪ ٻيٽ جي صورت ۾ آهي.

بَکري: ص بکر جو رهاڪو. سنڌ جي مشهور تاريخدان مير معصوم جو لقب.

بَکڙو: ذ. گاهه جي ٻوٽي جو قسم (پسارڪي وکر جو هڪ قسم).

بکڙو: ص. ڦڪل (رنگ).

**بَکَڻُ:** م. روشن ٿيڻ. چمڪڻ- ڏونڪڻ. ٻرڻ (باهه). ڏکڻ

(ٿاندا). ظاهر ٿيڻ- ڏيکاري ڏيڻ.

**بَکو ديرو:** اسم خاص. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هڪ مشهور ڳوٺ (جتي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ڄائو)

**بکيا:** ث (سن: ڀڪشا) ڀيک- خيرات- دان.

**بکياري:** ص. ڀڪو- گداگر- فقير.

**بَکيڙو:** ذ. تڪرار- جهيڙو. هُل- گوڙ. انتشار.

**بُکيو:** ص. بکايل. هبڇي. لالچي. (ث. بُکي).

**بُکيي پيٽ:** بکم. نيراني- لنگهڻي.

**بَگَ:** ث. ڪڇيءَ جو هڪ قسم (جا ٿر جهليءَ نه ٿر جو ڪم ڏئي).

**بَگُ:** ص. اَڇو- سفيد (ذ) ڪوڙهه جو اڇو ٽڪو. ٻوڪ جو هڪ مرض (جنهن ۾ پن اڇا ٿي وڃن).

**بگاڙُ، بگيڙُ:** ذ. خرابي. ڦيٽاڙو. نفاق- اٻيٽ.

**بگاڙڻ، بگيڙڻ:** م. ڦٽائڻ. ڪارڻ- خراب ڪرڻ.

**بگاڙو:** ذ. خرابي. ڦيٽاڙو. نفاق.

**بگاسَڻ:** م. کِڻ (گُل)- ٽڙڻ. ظاهر ٿيڻ- نڪرڻ.

**بُگا هڻڻ:** ڦر جو ڏاڻ وقت ٽٽڻ کي ڏونڌ اڙڻ.

**بَگدار:** ث. اڇيءَ جوئر جو هڪ قسم- اَلڪَ.

**بگر:** ظ (ع. بغير) سواءِ- ڌاران- بنا. (شاهه جو رسالو)

**بَگري:** ث (ف: بغلي) ڳوٿري (جا بغل يا ڪڇ ۾ ڪٽي هلجي).

**بگڙَڻُ:** م. خراب ٿيڻ- ڦٽڻ. ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ.

**بَگڙو:** ذ. ٽنر جو هڪ قسم. گاهه جو هڪ قسم.

**بگلُ:** ذ (انگ) توتارو.

**بگل ڦري وڃڻ:** جنگ جو اعلان ٿيڻ. خيال مٽجي وڃڻ. حالت خراب ٿيڻ. حواس خطا ٿيڻ.

**بَگلڻُ:** م. ڀرڻ- مالامال ڪرڻ. مٽيءَ هاٿو ڪرڻ. آلودو ڪرڻ.

**بَگلو ڀَڳت:** ذ. مڪر. منافق.

**بُگليو:** ص. گودڙيءَ پوش فقير.

**بَگو:** ص. اَڇو- ڀورو- سفيد. اڇي رنگ جو (جانور وغيره). (ث. بگي).

**بُگو:** ذ. ٿڻ مان کير ڏاڻ لاءِ ڦر جو ٺونو. ٿڻ مان گوهي ڪڍڻ لاءِ مٺ جي نپوڙ.

**بُگو هڻڻ:** ٺونو هڻڻ. ڪجهه حاصل ڪرڻ لاءِ حيلو ڪرڻ. ڏنو ڏيڻ.

**بگوتي:** ث. زمين جي ماپ جو هڪ نمونو (سينڪلين سان ماپ).

**بَگولو:** ذ (هه) واچوڙو.

**بَگي:** ث. چئن ڦيٿن واري گهوڙي گاڏي- وڪٽوريا گاڏي.

**بَگيڙي:** ذ. هڪ قسم جو ننڍڙو پکي- هيڙهي.

**بَگهاڙُ:** ذ. بَگهڙ. (ث. بگهاڙي).

**بَگهاڙ:** اسم خاص. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ قديم ڦاٽ جو نالو.

**بَگهاڙي، بَگهياڙي:** ث. لوهي ڪوڙڪي (جنهن ۾ شڪار جي جانور جي ٽنگ ڦاسي). ڀڪڙي کي مضبوطيءَ سان بڌڻ لاءِ لوهي ٻه شاخي ڪلي.

**بَگهڙُ:** ذ. هڪ مشهور جهنگلي جانور- گرگ. (ص) ڦڙت. چالاڪ.

**بَگهڙ پوڻ:** مصيبت پوڻ- آفت نازل ٿيڻ- نقصان پهچڻ.

**بَگهڙي:** ث. ٻوڪ جي ٽڪري- وکري.

**بَگهياڙي:** ث. مادي بگهاڙين جو ولر.

**بِلُ:** ذ (انگ) خريداريءَ جي وچور جو چٺو. ٻگهار وغيره جو اختياري حڪم. قانون جو مسودو.

**بُلُ:** ذ. ٽپ- چال. بال جو ٽيڙ- ٽينگ. لعڙ کي اُچل. ڳُري (ڪنڌ جي). ڏوڏو (آگر جو). وَجهه- موقعو. وَٽ- مروڙ.

**بُلَ ڪائڻ:** ٽپ ڏيڻ. وَٽ کائڻ. لُچڻ (سُور ۾). لُچڻ ڦٽڪڻ. ڪوشش ڪرڻ- جَهٽ هڻڻ.

**بَلا:** ث (ع: بَلاءِ) مصيبت. زحمت- تڪليف. جن ڀوت. ربَ- آفت. نانگ جو هڪ قسم (جيڪو ڦڻ نه ڪڍي). (ص) چالاڪ. هوشيار.

**بَلا اچي ڪڙڪڻ:** شامت پوڻ- مصيبت نازل ٿيڻ.

**بَلاءِ آسماني:** ث. خدائي مصيبت. آفت.

**بَلاءِ جان:** ث. جيءَ جو جنجال.

**بَلاءِ بي دَرمان:** ث. لاعلاج مصيبت.

**بَلاءِ ناگهَاني:** ث. اوچتي آپدا.

**بلا:** ظ (ف) کان سواءِ- بغير- ڌاران- بنا (عموماً مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ اڳياڙي. جيئن: بلاتاخير. بلاوجه وغيره).

**بلاتاخير:** ظ. يڪدم- بنا دير.

**بلا تَرددُ:** ظ. هٺڪ کان سواءِ- بيدڙڪ.

**بلا حُجَت:** ظ. حُجت يا دليل کان سواءِ. بنا ثابتيءَ جي.

**بلاد:** ذ (ع) شهر- ڳوٺ- وَسندي.

**بَلاڙو:** ص. هوشيار- چالاڪ.

**بلاشَڪ:** ظ (ف) بنا شڪ جي- بيشڪ. يقيناً.

**بَلاغَت:** ث (ع) ڪلام جي سيني خوبيءَ معنائن جي ادائگي. خوش گفتاري سيکاريندڙ ڪلام (جنهن جون ٽي شاخون ٿين: علم معاني، علم بيان، علم بديع).

**بلاڪُ:** ذ (انگ) ڪارب. ڪنهن لکت يا نقش جو سانچو. زر بي

زمين جو سورهن ايڪڙن وارو ٽڪ.

**بلاڪيٽُ:** ذ(انگ) ٿلهو اوني ڪٽو- ڪمبل.

**بلا واسطہ:** ظ.بي سبب.ٻاتمرادو.

**بلا وَجہ:** ظ.هرويرو-ناحق.

**بلاوَل:** ذ. شاه جي رسالي جو هڪ سُر. هڪ ناٽ ۽ راڳ جو نالو، جنهن جي اروهي توڙي امروهي ۾ ست سُر يعني سمپورن ٿيندو آهي. ماٿهوءَ جو نالو.

**بَلاهَتَ:** ٿ(ع) ناداني- بيوقوفي.

**بلائتو:** ص.هٿيڪو- سوگهو- قابو (ٿ.بلائتي).

**بَلائُو:** ذ.ٻڪرن کي ڏيڇارڻ لاءِ خيالي جانور- ٻائو.

**بلائي ڪَندُ:** ذ.پسارڪي وکر جو هڪ قسم. (سَنڌن جي سوڄ لاءِ دوا طور ڪم ايندڙ).

**بَلبُ:** ذ(انگ) بجليءَ تي ٻرندڙ شيشي جو گولو.

**بَلبَل:** ٿ. هر سينگار يا ڏيک ويک (جنهن جي ڏسڻ سان وات مان "بَلي بلي" جا لفظ نڪرن).

**بُلبُل:** ٿ(ف) مشهور ننڍڙو پکي- بُربل- پوري.

**بُلبل چَشم:** ذ.هڪ قسم جو سنهو چاريدار ريشمي ڪپڙو. ڪيس جو هڪ قسم.

**بُلبُل مزاج:** ص.ص.ناز ڪندڙ. عاشق جيوڙو.

**بُلبُل نَوا:** ص.خوش آواز.

**بُلبُلو:** ذ.جَرڦوٽو- حباب.(ص) نخريلو.

**بُلٽُ:** ذ.(انگ) دروازي بند ڪرڻ جو ڪُنڍو.

**بُلٽ کي ڦيرو اچڻ:** خيال ۾ تبديلي اچڻ. محبت گهٽجڻ.

**بلٽي، پلٽي:** ٿ. جهاز، ريل يا ٽرڪن وسيلي موڪليل مال جي رسيد.

**بَلَديہ:** ٿ(ع: بلده) شهر. شهري انتظام جي جماعت- ميونسپل.

**بُلڊاگ:** ذ(انگ) هڪ قسم جو ننڍي قد وارو شڪاري ڪتو.

**بُلرُ:** ذ.ٽڪر. گُري- ڳُري. ڳنڍ.

**بُلڙي:** اسم خاص. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو، جتي شاه عبدالڪريم جو مقبرو آهي.

**بَلسانُ:** ذ(ع) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو.

**بُلغارُ:** ذ.ساوڪ- سرسبزي.

**بَلغَمُ:** ذ(ع) ڦڦڙن ۾ پيدا ٿيندڙ خلط (جيڪو کنگهڻ سان خارج ٿئي)- ڪانگهارو.

**بَلڪ:** ذ(ع) (ع: بل+ف: ڪ) پر- انهي هوندي. ويتر.

**بَلڪَلُ:** ذ.وڻ جو ڇوڏو. ڇوڏن مان ٺهيل ڪپڙو.

**بلڪُل:** ظ.ڏسو "بالڪل". بنه- سراسر- سمورو.

**بلُمفُتو:** ظ.منت ۾- اجايو. بيڪار.

**بلمُقتو:** ص.مقطعي پٽاندر. بنا حساب جي. اُکوڙ ڪو- دوم شوم.

**بُلند:** ظ(ف) اوچو- اُتانهون. مٿانهون- اعليٰ. برتر.

**بُلند بَخت:** ص.وڏي ڀاڳ وارو.

**بُلند پَرواز:** ص.مٿي اُڏامندڙ. عالي دماغ. عالي فڪر.

**بُلند حَوصلہ:** ص.وڏيءَ همت وارو. دلير- بهادر- فراخ دل- سختي.

**بُلند مرتبہ:** ص.وڏي شان ۽ مرتبي وارو.

**بُلند نظر:** ص.وڏيءَ نظر وارو- دورانديش.

**بُلندي:** ٿ.اوچائي. برتري.

**بلَنگُو:** ذ.پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻج.

**بلو:** ذ. حيلو- اُپاءُ- تدبير. بندوبست. تدارڪ. واهر. ليکو- حساب جو وچور. اهڃاڻ.

**بلويتي:** ٿ.حيلو وسيلو. ليکو چوکو.

**بلي لائڻ:** ڪتب آڻڻ. هٿيڪو ڪرڻ.

**بلُو:** ص(انگ) نيرو- آسماني (رنگ).

**بلوچَ:** ذ(ف) بلوچستان ۾ رهندڙ قومون.

**بَلوچي:** ٿ.بلوچن جي ٻولي- بلوچي زبان.

**بلورُ:** ذ(ع) چمڪندڙ ۽ شفاف شيشو. قدرتي شيشو. شيشي جي گولي- چڊو.

**بلوري:** ص.بلور مان ٺهيل. بلور جهڙو چمڪندڙ.

**بَلُوطُ:** ذ(ع) وڻ جو هڪ قسم- شاه بلوط.

**بُلوغَتَ:** ٿ(ع) بالغ ٿيڻ جي وهي. سامائجڻ جي حالت. جواني.

**بَلوو:** ذ(ف) بغاوت- وڳوڙ. فساد. شورش.

**بَلهزيرُ:** ص.بي حياءُ- بي ساڃاه. ڪميتو. وحشي.

**بَلي:** ذ(ع: بَلي. ف: بلي) هائو. واه! خوب! مار!

**بَلي بَلي:** ذ.واه واه!

**بلي:** ظ.واسطي- لاءِ. حوالي. نيڪي ۾.

**بلي لائڻ:** حوالي ڪرڻ. پهچائڻ. گهائڻ.

**بُلي:** ٿ.گُري (ڪمند جي). ڏوڏو (گَرَ جو).

**بليڊ:** ذ(انگ) وڍيندڙ شيءِ جو ڦري ڌار.

**بَليغُ:** ص(ع) خوش ڪلام. خوش بيان. ڏبي زبان جو ماهر.

**بليڪ آئوٽ:** ٿ.(انگ) وڏي پيماني تي ٻتين وسائڻ واري حالت.

اونداهي. خبرن جي اشاعت بند ڪرڻ واري حالت.

**بليَڪ بورڊ:** ذ (انگ) اسڪول ۾ چاڪ سان لکڻ لاءِ ڪارو تختو.

**بليڪ مارڪيٽ:** ث. رواجي اگهه کان مٿي وڪرو- چور بازاري.

**بليڪ ميلنگ:** ث. دٻاءُ ۾ آڻي ڪو ڪم وغيره وٺڻ.

**بليئرڊُ:** ذ (انگ) هڪ قسم جي راند (ڪاٺ جي چورس تختي تي گول سارين سان ڪيڏ جي).

**بَمُ:** ذ (ف) دهل. ڏڪڙ. نغاري وغيره جو گَري آواز وارو ٿر پاسو. رعب- دهمان. ڏنو- دم. گهوڙي گاڏي ۾ پاسي واري اُها ڪاٺي جنهن سان گهوڙو ٻڌ جي. (انگ) بارود جو گولو.

**بمبارُ:** ص. بم گولا چلائيندڙ. دلبو ڏيندڙ- نڳ.

**بمباري:** ث. گولن جو وسڪارو.

**بَم بَکيڙو:** ذ. وڏو بندوبست. گوڙ گهمسان.

**بَم گولو:** ذ. بارود جو گولو.

**بَم گولو ڇوڙڻ:** بارود جو گولو چلائڻ. وڏو ڪوڙ هڻڻ- افواهه ڦهلائڻ.

**بَمبُو:** ذ (انگ) ٽيليفون يا تار جو پورو نوهي ٿنڀو.

**بَمجَڻُ:** م. هوا سان ڦوڪجڻ. ڏٽجڻ. سيٽجڻ.

**بَمريو:** ص. ماٺ ۾- چُپ- خاموش (گرهوڙي).

**بَمَع:** ظ (ع) گڏ- سان- سميت.

**بمعِ عَيالُ:** ظ. عيال سوڌو- ٻارن ٻچن سان.

**بَنُ:** ذ (س: وَنُ) جهنگ. وتڪر.

**بَنُ:** ذ. ناهه- سينگار.

**بَن بَنائڻ:** وڏا بندوبست ڪرڻ. رٿون رٿڻ. محفل سينگارڻ.

**بَن مالا:** ث. جهنگلي گلن ڦلن ۽ تلسيءَ جو هار (جو پيرن تائين ڊگهو ٿئي).

**بن:** ظ. بنا- ڌاران- سواءِ- بغير.

**بنُ:** ذ (ع) پٽ- ولد.

**بنا، بنان:** ظ. سواءِ- ڌاران- بغير.

**بنا لَغامُ:** پابندي يا بندش کان سواءِ- ڇڙواڳ.

**بنا، بناءَ:** ث (ع) پيڙهه- بنياد. اڏاوت. سبب.

**بَنات:** ث (ف: بانات) ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**بَناتُ:** ث (ع) ڌيئرون- نياڻيون.

**بَنارَڻُ:** م. گوشت کي رڌڻ لاءِ ٻوٽيون ڪرڻ.

**بناسُ:** ث (س: وناش) تباهي- بربادي- فنا.

**بَناسپتي:** ذ. جهنگلي ڦل ۽ گاهه. سبزين جي تيل مان ٺهيل گيهه.

**بَناوَتَ:** ث (ع: بَنيٰ) اڏاوت- عمارت. بيهڪ. ساخت- گهاڙيٽو. جوڙجڪ- ڏيکاءُ.

**بَناوَتي:** ص. ملاوتي- گڏڙ. جُڙتو- نقلي.

**بَناهو:** ذ. مُوڙو (گهوٽ ڪنوار کي ڏجي).

**بَناءُ:** ذ. سٺاءُ- ماندان. جوڙجڪ.

**بناءَ:** ث (ع) بنياد- پيڙهه. جڙ- پاڙ. اڏاوت. عمارت. وجه- سبب.

**بَنائڻُ، بَڻائڻُ:** م (ع: بَنيٰ) ناهڻ- جوڙڻ. اَڏڻ. مَنڍڻ. سينگارڻ. رٿڻ- سٿڻ.

**بَنَت:** ث. بڻت- ناهه- سلوڪ.

**بنتُ:** ث (ع) ڌيءَ- دختر.

**بَنتا:** ث. ڪُنوار. وَني. (ص) نازنين.

**بَنجَرَ:** ث. غيرآباد زمين.

**بَنجَڻُ، بڻجڻُ:** م. ٺهڻ. ٿيڻ (اڏاوت). راس ٿيڻ.

**بَنجُهو:** ذ. مٽي. ڪيڙيل ٻنيءَ جي رَءُ واري مٽي.

**بَنجُهو پَرائڻُ:** پوک کي پهريون پاڻي ڏيڻ.

**بَندُ:** ذ (ف) روڪ- جَهل. منع- بندش. قيد. پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ مٽيءَ جو ٻنو. ٻن ٻارن جي وچ واري ڪَڙ. سَندُ (عضون کي ڳنڍيندڙ). ڪانن جو گَڏو. گهوڙي يا ڪُتي جو چَڪُ. شعر جي هڪ مصرع. ملهه جو هڪ داءُ. (ص) ٻَڌندڙ (جيئن: ازاربند. جڏ. بند وغيره). (ظ) قابو- سوگهو. گرفتار. جهليل. ٻوريل (در).

**بَند باز:** ص. بازيگر- سرڪس ۾ رسيءَ تي نچندڙ.

**بَندگيرُ:** ص. باندي- قيدي.

**بَنديخانو:** قيدخانو- جيل.

**بَند ٻَڌڻ:** پاڻي روڪڻ لاءِ وڏو ٻَنو ڏيڻ. اَڻ ٺهندي ڳالهه ڪرڻ. صلاح ڪرڻ.

**بَندجَڻُ:** روڪجڻ. جهلجڻ. ٻڌجڻ- گرفتار ٿيڻ. بند ٿيڻ. پورجڻ. ڪُڙهجڻ. لڱ ڇڙهڻ.

**بَندَرُ:** ذ (ف) درياءُ يا سمنڊ جي ڪناري وارو ٽَڙُ. دريائي يا سامونڊي ڪناري وارو شهر.

**بَندرگاهه:** ذ. جهازن وغيره جي لنگر هڻڻ وارو ٽَڙ يا پتڻ.

**بَندُرَ:** ث. ڊگهو اَهرو (جنهن ۾ هڪ ئي وقت گهڻا جانور چارو کائي سگهن).

**بَندُرَ چَرڻ:** وِيهي پلجڻ. بنا تڪليف سڀ ڪجهه (کاڌو پيتو) ملڻ.

**بندرو:** ص. ننڍي قد وارو. (ث. بندري).

**بَندڙو:** ذ. ڳم جو هڪ قسم- پير منڍي.

**بَندش:** ث (ف) روڪ. جهل. منع. جملي ۾ لفظن جي موزون بيهڪ.

**بندڪڙو:** ص.بندرو- جامڙو.

**بَندگي:** ث (ف) ٻانهپ.عبادت.اطاعت.آداب.

**بَندڻُ، بَندڻ:** م.بند ڪرڻ.روڪڻ- جهلڻ.آڏ ڏيڻ.ٻڌڻ- سوگهو ڪرڻ.ٻورڻ.قيد ڪرڻ.

**بَندو:** ذ (ف:بنده) ٻانهو- غلام.نوڪر.ماڻهو.(ث.بَندي).

**بَندوبستُ:** ذ (ف) جوڙجڪ-ٺاهٺوه-انتظام.

**بَندُوق:** ث (ت) هڪ بارودي هٿيار (ڪارتوس ۽ گولين هلائڻ لاءِ)-ٺڪَنگ.

**بَندُوقچي:** ص.بندوق هلائيندڙ- تفنگچي.

**بَندولَ:** ث.ٻيڙيءَ جو هڪ حصو.دريائي ٻيڙيءَ جي هڪ "واڙ"- ٻانهين.

**بَندهَ:** ذ (ف) بندو.ٻانهو- غلام.

**بَنده پَروَرُ:** ص.ٻانهن جي پرورش ڪندڙ.حاڪم.

**بَنده نَوازُ:** ص.ٻانهن تي مهرباني ڪندڙ.

**بَنده نوازي:** ث.مهرباني.عنايت.

**بَندي:** ث (ف) بندش.منع.قيد.ٻڌڻ يا بند ڪرڻ جو عمل (جيئن: جلد بندي. حدبندي وغيره). ٻانهي. قيدياڻي. ننڍو ڪتابڙو- چوپڙي.ليکي چوکي جو ڪتاب- وهي.

**بَندي وان:** ص.قيدي- باندي.

**بنديون پٽڻ:** وهيون جاچڻ.اعمال ناما جاچڻ.عيب ثواب اگهاڙڻ.

**بنديا:** ٽڪو-ٽلڪ.

**بنديائي:** ث.قيدياڻي-باندي.

**بَندي ماترم:** ذ (ه) ڌرتيءَ ماتا جي پوڄا وقت هندن جو هڪ گيت. هندستان جي آزاديءَ خاطر بنايل هڪ ملڪي ترانو.

**بُندُ:** ذ.ٽڙيا وڌو ٽلهو ڏار.ٽلهو ڪٺ.(ص) ٽلهو (ماڻهو). ڇڙو ڇانڊ.

**بُند ٻڌڻ:** ڳرو مُلهه ٻڌڻ.

**بُند تي بيهڻ:** ڪُپ ڪوڙي بيهڻ.سوال جو جواب نه ڏيڻ.

**بُند پٽائڻ:** ڀڄي وڃڻ.وٺڻون وڃڻ.

**بُند ڏارڻ:** ٻٽاڪ هڻڻ.گلا ڪرڻ.

**بُند لنگهائڻ:** زوريءَ ڪم وٺڻ.ڌڪيو ءِ گهِتو ڪم ڪرائڻ.

**بُند وڃائڻ:** پاڙئون پٽڻ.ناس ڪرڻ.وجود گم ڪرڻ.

**بُند هڻڻ:** ڇڙو ڇانڊ هڻڻ.بي اولاد هئڻ.

**بَندَلُ:** ذ (انگ) ٿهو- دستو.ٻڌل پڙو.

**بندل هڻڻ:** ڏنا ڏيڻ- ڪوڙ هڻڻ.ٻٽا ڪون هڻڻ.

**بُندبو:** ص.مڏو.موڳو.ڪُندفهم.

**بُندبي:** ث.ٽلهيرڙي ڪاني.ٻرندڙ ڪاني- اُمڙي.

**بُندي ڪڍڻ:** پاڙ پٽڻ- جوڙ ڪڍڻ- بلڪل ختم ڪرڻ.

**بَن راھ:** ث.وڻ راھ- وڻڪار.نباتات-اوٻڙ.

**بَنرو:** ذ.گهوٽ-لاڏو-ونو.(ث.بنري).

**بَنسبت:** ظ (ف) بابت- باري ۾- متعلق.

**بَنسپَتي:** ث (سن: وَنَسپَتي) نباتات.اوٻڙ.ٻوڪ.

**بَنسري:** ث.وڄائڻ جو مشهور ساز- بانسري.

**بَنسلوچَن:** ث.ٻسارڪي وڪر جو هڪ قسم- طباشير.

**بَنسي:** ث.بانسري.بين.(ص) بانسري وڄائيندڙ.

**بَنفشو:** ذ (ف) گُل بنوشو (ٻسارڪو وڪر).

**بَنگُ:** ذ (سن: وَنگَ) قلعيءَ جو ڪُشتو.

**بَنگالي:** ص.بنگال جو رهاڪو.(ث) بنگال جي ٻولي.

**بَنگالي ٻولڻ:** شيرين زباني اختيار ڪرڻ.

**بَنگلو:** ذ (انگ) ڪشاديءَ وڏن ورانڊن واري عمارت (جنهن جي اڱڻ ۾ باغيچو به هجي).

**بَنگو:** ذ.شراب جي تيزي جاچڻ جو هڪ اوزار.اسپنگر جو ٻچ.

**بَن مانس:** ذ.جهنگلي باندر جو هڪ قسم.

**بَنو:** ذ.(ع) پٽ- اولاد (بنوآدم.بنواميه وغيره).

**بنو:** ص.ٻيٺل نڪ وارو- منو.(ث.بني).

**بَنواسُ:** (سن) جهنگل ۾ واسو.دنياڪي ترڪ ڪري جهنگ ۾ وڃي رهڻ.برهمڻ جي حياتي جو هڪ آشرم.

**بَنواسي:** ذ.ترڪ الدنيا- تياڳي.جلاوطن.سنياسي برهمڻ.

**بنھ:** ظ.هرگز- مُور- پٽيءَ- بلڪل.

**بَنهَرُ:** ذ.سَنگن لٺڻ ڪنيوءِ ڪانن جا ٻچيل سُنڊا- ناڙ.

**بَني:** ذ (ع) اولاد- پٽ (بني آدم.بني اسرائيل وغيره).

**بَني آدم:** ذ.آدم جو اولاد- انسانذات.

**بَني اسرائيل:** اسم خاص.قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو. حضرت يعقوب ع جو اولاد.يهودي.

**بَني بَشر:** ذ.انسانذات.ماڻهو جيتو.

**بَني نوع انسان:** ذ.ماڻهو- انسانذات.

**بُنيادُ:** ذ (ف) پيڙھ.ٻڙ- جَڙ.ٻڻ.شروعات.

**بنياد ڪڍي ڇڏڻ:** بيخ ڪني ڪرڻ- ٻڙئون پٽي ڇڏڻ.

**بنياد لُڏڻ:** پيڙھ پختي نه هئڻ.

**بُنيادي:** ص.شروعاتي.اصلي.قديمي.پيڙھ ٺٺو.خانداني شرافت وارو.

**بُنيادي چوڏو:** اصلي حسب نسب وارو ماڻهو.پنهنجي وڏن جي پيروي ڪندڙ.

بُنَ: ذ (ف: بن) پاڙ- جَڙ. پيڙهہ- بنياد. منڍ. نسل- پِري- اولاد. خاندان- آکم.

بُنائتو: ص. خانداني. سٺي نسل وارو- پيڙهائتو.

بُنَ بُنياد، بُنَ بُنياد: ذ. اصل نسل.

بنانَ: ث. وڻن جي سُڪل ڪاني. (ص) سنهو. ضعيف.

بَنائُ: ذ. ناهپ- جوڙسينگار.

بَنائنَ: م. ناهڻ- جوڙڻ- بڻائڻ. پنيلائڻ.

بَنت: ث. ناهہ- اتفاق. سنو سلوڪ.

بَنچُولُ: ذ. چمڙي جو اُنتي پاسي وارو حصو.

بَنچي (برچي): ث. (ف: برچي) لوهي چهنبدار لٺ- پالو.

بَنَنَ: م. بنجڻ. ٺهڻ- جڙڻ.

بُنيادو: ص. خانداني- بُنائتو.

بُنيني: ث. سُٽ جي ننڍڙي ڏيري.

بُو: ذ (ع: "اَبُو" جو مخفف) پيءُ (جيئن: بوعلي. بوتُراب وغيره).

بُو: ث (ف) بُوءِ- بانس. اثر. ڏپ

بَواسير: ذ (ع) موڪا. موڪن جي بيماري.

بُوالعَجبُ: ذ (ع) حيرت جهڙو- عجيب.

بُوالفُضُول: ص (ع) اجايو خرچ ڪندڙ- هٿ ڦاڙ.

بُوالهَوَس: ص (ع) لالچي- حريص. سڌڙيو.

بُوبُ: ذ. ڪوهو- بُونب. (شاه جو رسالو).

بُوبَڪُ: ذ. گاهہ جو هڪ قسم. بصر جي گُل جي ڏانڊي. ڪيوڙي جو اَڻ ٽڙيل سَنگ.

بُوبڪ: اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. (جتي منڇر ڍنڍ آهي.)

بُوبنا، بُوبني: ص. سهڻي. البيلي- پياري.

بوپَر: ث. سنهي پور- ڪنُو- چُورو.

بوتَلَ: ث (انگ) باٽلي- شيشو.

بوتو: ذ. جسم- بدن. طاقت- ٻل.

بوتو بَجڻَ: ڪوڙي ڳالهہ ٻڌائي ڪنهن کي هراس ۾ وجهڻ.

بُوتو چاڙهڻَ: ڳل حڪمت ڪرڻ.

بُوتو وجهڻ: ڏوهہ ڪرڻ- ڏوهہ وجهڻ.

بوتَر: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

بُوٽُ: ذ (انگ) انگريزي نموني جي مردن جي جُتي.

بوٽ: ث. هلڪو ٽپ- ٽوٺس.

بوٽُ: ص. جهونو- پِرندڙ. بدشڪل- ڪوجهو. سُڪل (سانڊارو).

بُوجَرَ: ذ. ڪپڙي وغيره جو ٽوپي ڪان ٻاهر نڪتل تندو. تاندورا. منجهيل وار. بَجَ.

بُوجرو: ص. بجن وارو.

بُوجري: ث. ڪنڪ جو هڪ قسم. هيءَ جو هڪ قسم (وارن واري هيد).

بوجو: ذ. بار- وزن- بوجهہ.

بُوجو: ص. بوجرو. بجن وارو.

بوجهو: ذ. بار- بوجهہ. بهتان.

بوچ: ذ. بچڙائي- بَدي. گناهہ- ڏوهہ.

بوچاڙ: ث. مينهن جو وسڪارو- اوهيرو. مينهن واچ.

بوچڻُ: ذ. ڪلهي تي رکڻ لاءِ ٻوتڙو يا ٽوال.

بوچڻ چندي اُتڻَ: ڪاوڙ جي هليو وڃڻ.

بوچني: ث. چُريل اوڍڻي- چُني.

بود: ث (ف) خوشي. مستي- خمار. سامت. سجاڳي.

بود پرجڻَ: مغرور ٿيڻ. مستيءَ ۾ اچڻ.

بود ۾ اچڻ: سامت ۾ اچڻ. بيماريءَ مان ڪجهہ ساهہ پٽڻ. سجيت ٿي ۾ اچڻ.

بُود: ذ (ف) هئڻ. هستي- وجود. بقاءَ.

بُود ڪڍڻَ: هستي وڃائڻ. ستيا ناس ڪرڻ.

بُودوباش: ث. موجودگي. رهائش- سڪونت.

بودڪائي: ث. اَنڌ- وڏائي- آڪڙ.

بُودڪي: ث. پُور- ريچڪ.

بُودَلُ: ص. بيعقل. واٽڙو- وِچان. چريو (ث. بُودَل).

بودلائي: ث. عقل جي سادگي. مستي- اَرڏائي. چلولائي- چاڳلائي.

بودلو: ص. پورڙو- موڳو. ٻالو پولو. چڳو- لاڏلو. (ث. بودلي).

بودليو: ذ. گهوڙي جو هڪ رنگ. قسم- ڪارو پنج ڪليان گهوڙو.

بودو: ذ. (ف: بوتہ) بوتو- اَٺ.

بوڊُ: ذ. جُونءِ- ٽولهر.

بُوڊاڙَ: ث. زوريءَ هٿ ڪس- رهڙ جهڙ. روڙ.

بوڊِر: ص. سدائين سنگهہ سان نڪ پريل. گدلو- ڪنو.

بوڊو: ذ. سنگهہ- گوبو.

بورُ: ذ. سونهري يا ڳاڙهي رنگ وارو گهوڙو.

بوراڪُ: ذ. نئون ساماٽل چوڪرو. نوخيز چوڪرو. ڳڀرو. بالغ.

بوراڪي: ث. ساماڻجڻ جي وهي- بلوغت- نئون جوڀن.

بوراڪي: ث. سيرائي (واڍڪو اوزار).

**بورائو:** ص. اڳوان- سونهون. رستو ڏيکاريندڙ (هنگلاج ڏانهن ويندڙ قافلي جو). رهنما- رهبر.

**بورچي:** ص (ف: باورچي) رڌپچاءُ ڪندڙ- رڌو. (ث. بورچياڻي).

**بورچيخانو:** ذ. رڌڻو.

**بورڊ:** ذ (انگ) اسڪول ۾ چڪ سان اکرن لکڻ لاءِ ڪاٺ جو ڪاروتختو. ڪاروباري ڪاميٽي- انجمن.

**بورڊنگ هائوس:** ذ (انگ) شاگردن جي رهڻ جي جاءِ. اقامتگاه.

**بوري:** ذ. شيعه مسلمانن جو هڪ فرقو- بوهري.

**بوريا:** ذ (ف) تڏو.

**بوريا بافي:** ث. تڏا اُڻڻ جو ڪم.

**بوريا بستر ٻڌڻ:** تيڙ ٻڌڻ- لڏپلاڻ ڪرڻ.

**بوريانشين:** ص. تڏي تي ويهندڙ. مسڪين.

**بوڙ:** ث. اُٺ جي مستيءَ واري گوڙ.

**بوڙِندو:** ذ. ڳڙ يا کنڊ جي تِرن مان ٺهيل لڏون. مٽيءَ جو پورو گولڙو (جنهن ۾ تي سوراخ ڪري ساز طور ڪم آڻجي).

**بوڙيو:** ذ. جَرقوتو- حَباب.

**بوڙيا ڪڍڻ:** ٻُڙٻُڙ ڪرڻ. پاڻيءَ جو وڏي آواز ۽ ڪهتي انداز ۾ زور سان نڪرڻ.

**بُوز:** ص (ف: بز) ٻڪر جهڙو. جهنگلي. بيوقوف.

**بوزان بُوز:** چٽ- جتور. چيگرو. ڙنگهڙيو.

**بُوزارو:** ذ. ٻڪرين جي هڪ بيماري.

**بوزاگر:** ص. شراب چڪائيندڙ- ڪلال.

**بوزدار:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. سنڌ ۾ ڪڇ ڪوٽن جو نالو.

**بُوزِنه:** ذ (ف) باندر.

**بوستان:** ذ (ف) باغ- بُستان.

**بوسڪي:** ث. سِڪ (ڪپڙو).

**بُوسَنُ:** ذ. ٿلهي ماني- ٿلهو روٽلو.

**بوسَنُ:** م. چيٽ جي فصل واسطي ڪتيءَ جي موسم ۾ زمين کي ريج ڏيڻ لاءِ جالارو پاڻي ڏيڻ.

**بوسو:** ذ. چيٽو. وڏو چيٽو.

**بوسو، بوسه:** ذ (ف: بوسه) چمي- مٺي.

**بوسه بازي:** ث. چُم چٽ.

**بُوسو:** ذ. ڪڻڪ جي اٽي جو ڇاڻ- ڪُتَر.

**بوسِي:** ث. درياءَ جي سيلاب تي ٿيندڙ پوک.

**بوسِي ٽڪا:** بناپورهئي حاصل ٿيل رقم.

**بوسيده:** ص (ف) پراڻو ۽ ڳريل- جهونو ۽ سڙيل.

**بوسيري:** ث. هڪ قسم جي ڪنڊراني ٻوٽي- اوڻِ.

**بوقلي:** ث. ڪتاب مٿان ڪپڙي جو پوش.

**بوقَلَمُوني:** ص. رنگارنگي. ڦرندڙ گهرندڙ- بي پروسي.

**بُوڪَڻُ (پُوڪَڻ):** م. ٽيڪڻ- دست هڻڻ. ڊڄڻ.

**بُوڪنو (پُڪنو):** ص. ٽيڪيندڙ. ڊڄڻو- بزدل.

**بوڪڙو:** ص. ٻڪيو. بي پاڙو- رولو. سڃو- ڪنگال.

**بوگس:** ص (انگ) هٿرادو- جعلي.

**بوگي:** ث. ريل گاڏيءَ جو دٻو.

**بولُ:** ذ (ع) متعد. پيشاب.

**بولُ و بَرازُ:** ذ. پيشاب ۽ ڦُورو.

**بولاٽي:** ث. بازولي- قلابازي.

**بولاٽي کائڻ:** قلابازي کائڻ. ڳالهه کان ڦري وڃڻ.

**بولاندو:** ذ. وڏو آندو.

**بُولو:** ذ. نڪ جو هڪ ڳهه.

**بُولو بئنسر:** نَڪ جو سينگار (ڳهه).

**بُولي، بُولڙي:** ث. ننڍو بولو (ڳهه).

**بُولي ٺُولي:** ث. چرچوگهبو. کل مسخري.

**بُومر:** ذ (ع) چيبرو- الو.

**بُومر خصلت:** ص. ويراني پسند. نڀاڳو- منحوس.

**بُونبُ:** ذ. ڪوهو (ٻيڙي يا جهاز جو). گنبذ جي چوٽي. نيل جي ڪنگري. کٽ جي پائي جي مٿين ٻنجي.

**بوُنب:** ذ. رونشو- آلولي.

**بُونيَٽُ:** ذ. ڪنهن ٻه ڦرندڙ شيءِ (لاٽون وغيره) جو آواز. تيزيءَ سان اُڇليل شيءِ جو (هوا ۾) آواز. ٽڪو آواز.

**بُونيَٽ ڪرڻ:** واڪي وارو آواز ڪرڻ.

**بُوند:** ث. ڦڙو- قطرو. ڪتي (مينهن جي). ڦڙ ڦڙ- سنهو مينهن.

**بُوندي:** ث. منٺيءَ جو هڪ قسم- نختي.

**بُوند:** ث. ڏُندي (جنهن ۾ ميوو لٽڪيل رهي).

**بونَس:** (انگ) پگهار کان وڌيڪ مليل عطيو يا بخشش.

**بُونقارُ، بُونقورُ:** ذ. ڏٿ جو هڪ قسم (ڪنيءَ جهڙو).

**بُونهَڻ:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم- گوج.

**بُوهَڻ:** ث. ڪنگهر سرُ.

**بُوهَنُ:** ذ. ڪٽيل پراڻو لوهه (جنهن مان ڪشتو ٺهي).

**بوهيارو:** ذ.پوک جو تکڙو اوسر.ھُرھنگامو-ڌمچر.

**بوهي چِنا، بوهي مُگَ:** ذ.هڪ قسم جي پوک ءِ ان جو ٻج (تيئي ٻج)- سنڌي ڪاڇا.

**بُوءِ:** ث(ف:بُو) واس-هڳاءُ.خوشبوءِ-سرهاڻ.

**بُوئرو:** ذ.ننڍڙي ڪوني-ڪولي.

**بُوئو:** ذ.ٿلهو ڪندڙ-حجم.

**ٻھ:** ذ. "پيئن" جون سوراخدار ڍڪيون پڙون (پاڇي طور ڪم اچن)

**ٻھُ:** ذ. ڪنڪ جي ڳاهيل وَل جو پيرڪٽ (جيڪو مال جي چاري وغيره طور ڪم اچي).

**ٻھ ڪل پرائڻ:** سخت سيڪت ڏيارڻ.

**ٻھ ڪري ڇڏڻ:** صف چورو ڪري ڇڏڻ.بلڪل ڪمزور ڪرڻ.

**بَھا:** ث(ف) مله-قيمت.

**بَھا برڪت:** ث.اگھ جو استحڪام ءِ نفعو.فائدو.

**بَھادُر:** ص(ف)پهلوان-سورهيه.

**بَھادراڻو:** ص.بهادريءَ وارو-سورهيائيءَ وارو.

**بَھادري:** ث.پهلواني-سورهيائي.

**بَھار:** ث(ف) بسنت رت.وڻن ءِ گلن ٻوٽن جي ڦوٽهڙي جي مُند.

**بَھار:** ذ.هڪ راڳڻيءَ جو نالو.(ص) خوش-سرهو.سرسبز.

**بَھارجَڻ:** م.بهاريءَ م اچڻ.موج م اچڻ.سرسبز ٿيڻ.گُل ڦل ٿيڻ.

**بَھارو:** اسم خاص.مرد جو نالو.

**بَھاري:** ث.خوشي.موج.فرحت-آنند.رونق.

**بَھاري قراري:** ث.سک آنند.خوشيءِ چڱيلائي.

**بَھاري:** ص.هندستان جي بهار پرڳڻي جا رهاڪو-اردو ڳالهائيندڙ پناهگير.

**بَھانو:** ذ(ف:بهانہ)عذر-مَس.سبب.حيلو.

**بَھانو ڪرڻ:** ڪوڙو عذر ڪرڻ.ٽالڻ.

**بَھاني باز:** ص.ڪوڙو عذر ڏيندڙ.ٽالو.ڊونگي.

**بُھائڻ:** م.بُهءِ ڪکن سان پرڻ (جانور جي ڪل).

**بَھائي:** اسم خاص.هڪ مذهبي فرقي جو نالو (جنهن جو پيشوا "بهاءُالله" هو).

**بِهبُود، بِهبودي:** ث(ف) ڀلائي-خيرخواهي.بهتري-سڌارو.

**بُهتان، بُهتانو:** ذ(ع)الزام-تهمت.

**بُهتان تراشي:** ث.الزام هڻڻ-تهمتون هڻڻ.

**بُهتاني:** ص.تهمتون لڳائيندڙ-ڪوڙا الزام هڻندڙ.

**بِهتر:** ص(ف) وڌيڪ چڱو-تمام سٺو.

**بِهتري:** ث.ڀلائي-چڱائي.فائدو.

**بِهترين:** ص.سڀ کان سٺو.چڱي م چڱو.

**بِهر:** ظ(ف) خاطر-واسطي.

**بِهر خُدا:** خدا جي واسطي.

**بَهراني:** اسم خاص.سنڌ م هڪ ذات جو نالو.

**بِهرحال، بِهر صُورت:** ظ. ڪنهن به طرح-جيئن به ٿي سگهي. ڪيئن به ڪري-ڪنهن به نموني.

**بَهرو:** ذ(ف:بهره) حصو-ڀاڱو.فائدو.

**بَهرو وٺڻ:** حصو وٺڻ-ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ.

**بَهره مَند:** ص.ڀاڱي وارو.آسودو.خوشبخت.

**بَهره ور:** ص.حصو وٺندڙ.فائدو حاصل ڪندڙ.ڪامياب.

**بُهرو:** ذ.زمين دوز ڪوني-تهخانو.

**بُهڙڻ:** م.باهوڙ جو پٽڪڻ.ٽڙڻ-ٽ ٻوڪائڻ.

**بهشتُ:** ذ(ف) جنت-سرڳ.فرحتي جاءِ.عيش آرام جي جاءِ.

**بهشت م خچر:** صلح م ونگوڙ.امن م فساد.

**بهشتي:** ص.جنتي.بهشت جي لائق.پخالي.

**بَهڪ:** ث.پئونڪ-باهوڙ (ڪتي جي).

**بَهڪڻ:** م.پئونڪڻ-ٻهڻ.

**بَهلائڻ:** م.ونڊرائڻ-ريجهائڻ.پرچائڻ.

**بَهلُولُ:** ص(ع) گهڻو کلندڙ.مسخرو-چرچائي.سادو سڌو. (اسم خاص) هڪ وليءَ جو نالو-بهلول دانا.

**بَهلِيم:** ص.بهادر-پهلوان-جوڌو.

**بَهم:** ظ(ف)پاڻ-گڏ-سان.

**بَهمَنُ:** ذ.پسارڪي وڪر جو هڪ قسم.

**بَهَنَ (باهڻ):** م.پئونڪڻ-باهڙ ڪرڻ-بڪڻ.وڦلڻ.

**بَهنَ:** ذ.هڪ مشهور وڻ (جنهن مان ماچيس جون تيليون به ٺهنديون آهن ءِ جنهن جو ڪاٺ جنديءَ جي هنر م ڪم اچي).

**بَهُور:** ذ.ٻور-ويچار-ڳڻتيون.

**بهور م پوڻ:** ڳڻتين م پوڻ.گهڻي ڳالهه م پوڻ.

**بَهُورجڻ:** م.جوش م اچڻ.ڪاوڙجڻ.

**بهي خواه:** ص(ف)ڀلو چاهيندڙ-گهڻگهرو.

**بهير:** ث(ف) لشڪر.اتالو.سٿ.انبوه.قطار.

**بهير پَڌڻ:** اتالو ڪري اچڻ-رش ڪرڻ (ماڻهن جي).

**بهيميه:** ذ(ع)مرون-حيوان.

**بئنترو:** ذ.خيال-پور-مزاج.زماني جو رُخ.

**بَئنترو ڦرڻ:** خيال تبديل ٿيڻ. مزاج ڦيرواچڻ.

**بَئنسَرَ، بَينسَرَ:** ث. نَڪ جو هڪ ڳهُ- نَٿَ.

**بَئي:** ث. مقرر هنڌ. منزل مقصود.

**بَئي ۾:** ظ. هلندڙ (معاملو)- زير غور.

**بُئي:** ث. ٻئي- ٻيءَ جي پيڻ.

**بي:** ظ (ف) سواءِ- ڌاران- بغير. نڪاري معني ڏيکاريندڙ صفاتي اڳياڙي (بي ادب. بي عقل وغيره).

**بي آبُ:** ص. سُڪل- خشڪ. بي مانو- بي عزت.

**بي آبرُو:** ص. بي مانو- بي عزت.

**بي آرامُ:** ص. بيقرار- بيچين. جنهن کي ننڊ نه اچي.

**بي آرامي:** ث. بيقراري. آنڌمانڌ- لوچ پوچ.

**بي اِتفاقي:** ث. ناسازي- اڻبڻت.

**بي اَثرَ:** ص. اثرکان سواءِ- بيفائدو.

**بي اِحتياج:** ص. اڻ گهرجائو. آزاد.

**بي اِختيارُ:** ص. بيوس- مجبور.

**بي اِختياري:** ث. لاچاري- عاجزي.

**بي اَدَبُ:** ص. ٻئي جي عزت احترام نه ڪندڙ.

**بي اَدبي:** ث. گستاخي. اَدنگائي.

**بي اِعتبار:** ص. بي ڀروسي- غير معتبر. بي ويساهه. ڪُپتيو- خيانتي.

**بي اِعتباري:** ث. بي ويساهي- بي اعتمادي.

**بي اِعتدالي:** ث. بي راهروي. اصول يا قاعدي کان بيپرواهي.

**بي اِعتقاد:** ص. ڪنهن به معاملي ۾ ويساهه نه رکندڙ- بي ويساهو.

**بي اِعتماد:** ص. بي ڀروسي. بي اعتبار.

**بي اِعتمادي:** ث. بي اعتباري- بي ويساهي.

**بي اِعتنائي:** ث. بي ڌياني- لاغرضي.

**بي اِلتفاتي:** ث. لاپرواهي. بيخيالي.

**بي اِمتياز:** ص. پوري طرح سان سوچ ويچار نه ڪندڙ. بي تميز.

**بي اَنت:** ظ. بي انتها. اَٿاهه- اونهو. تمام گهڻو.

**بي اِنتها:** ظ. بي انت- تمام گهڻو.

**بي اَنداز:** ظ. اڻ ڳڻيو- بيشمار.

**بي اَندام:** نامناسب- اڻپورو.

**بي انصاف:** ص. انصاف يا عدل نه ڪندڙ. ستمگر. ظالم.

**بي انصافي:** ث. اَنياءَ- ناحق. ظلم- انڌير.

**بي اولادي:** ص. اولاد کان سواءِ- جنهن کي اولاد نه هجي.

**بي اونو:** ص. بي فڪر. بناڪنڪي.

**بي اِيمان:** ص. بي اعتبار- ڪپتيو. دغاباز. بزدل.

**بي ايمان ٿيڻ:** ايمان وڃائڻ. دغابازي ڪرڻ. بزدل ٿيڻ.

**بي اِيماني:** ث. ڪپت. دغابازي- ٺڳي. خيانت.

**بي بدل:** ظ. جنهن جو مَٽ نه هجي- لاثاني.

**بي بَقا:** ظ. جنهن کي دوام نه هجي- غير مستحڪم. فاني- ناپائدار.

**بي بِلو:** ص. لاعلاج. بي سبب.

**بي بَندوبَستي:** ث. بي انتظامي- بي ترتيبي.

**بي بُنياد:** ص. جنهن جو بڻ بنياد نه هجي. بداصل. بي حقيقت. افواهي (ڳالهه).

**بي بُنو:** ص. بداصل- پوءِ ڏائو.

**بي بَها:** ص. جنهن جي قيمت ڪٿي نه سگهجي- املهه.

**بي بَهرهَ:** ص. بي نصيب. محروم.

**بي ٻاجهو:** ص. بيرحم- نامهربان.

**بي تارو، بي تالو:** ص. جيڪو سُر تار تي پورو نه هجي.

**بي تحاشا:** ظ. بي اختيار- بيڌڙڪ- بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي.

**بي تدبير:** ص. تدبير کان سواءِ. بيخبر.

**بي تَرتيب:** ص. پوري ءَ سٿاءَ م نه. تنظيم کان سواءِ.

**بي تَردد:** ظ. بنا هٻڪ جي.

**بي تعلقُ:** ص. سواءِ ڪنهن لڳ لاڳاپي جي. غير واسطيدار. آزاد.

**بي تقصير:** ظ. ڏوهه کان سواءِ- بيگناهه- بيڏوهي.

**بي تَڪَلف:** ظ. بي حجاب- بنا ڪنهن هٻڪ جي.

**بي تَڪلفِي:** ث. خجت- بي حجابي.

**بي تُڪو:** ص. ناموزون- اڻ ٺهندڙ- فضول.

**بي تو:** ظ. توڪانسواءِ- توري ءَ. (شاهه جو رسالو).

**بي توجه:** ظ. بي ڌيان- بي خيال- لاپرواهه.

**بي توشگِي:** ث. سُڃائي- بي ساماني.

**بي توفِيق:** ظ. بي طاقت. بي زور. بي پهچ. بيوس.

**بي توقف:** ظ. بنا دير- يڪدم.

**بي ثَمرَ:** ص. جنهن کي سفر جو سامان سان نه هجي. هٿين خالي.

**بي ثَمرِي:** ث. بي سروساماني- تنگدستي.

**بي ثَباتُ:** ص. ناپائيدار- فاني- بي بقا.

**بي ثَباتِي:** ث. ناپائداري- فنا.

**بي پاڙو:** ص. بي بنياد. جنهن جو ڪو خاندان يا نڪاتو نه

جيترو پورهيو.

**پريا مَهينا:** ذ (عورت کي) ٻار ڄمڻ جا پورا مهينا.

**پَريَلُ:** پرٿيل. تارٿيل (ٿانءُ. واهه وغيره). (ظ) بدن ۾ ٿلهو متارو. سکيو ستائو (گهر).

**پَرياتُ:** ص. پڙوو- دلال- ويچُوئو.

**پَريو پُڪلو:** ڏن دولت سان پريل.

**پَريو تَريو:** توري پريل. ڏٽيل.

**پَريو مَٽ:** صبروارو- ڪانڌيرو. ڌمنڊر.

**پَريُون پائڻ:** درياءُ جو ڪنارن کي ڪاٽڻ.

**پِڙُ:** ص. آزمودگار- تجربيڪار. قابل. ماهر. سورهيه.

**پِڙا:** ذ. ڪپهه ۾ ڳنڍيون- غندا.

**پِڙا پڄڻ:** ڪپهه جون ڳنڍيون ڪيڻ.

**پِڙائڻُ:** م. همت ڏيارڻ. مدد ڪرڻ. سات ڏيڻ.

**پِڙائڻُ:** م. ڳڏائڻ. ملائڻ. ملاقات ڪرائڻ.

**پَڙائي:** ث. هوشياري- لياقت. ڦڙتائي. ڪاريگري.

**پَڙيانگُ:** ص. غيرآباد- ويران. برباد.

**پِڙڪَ:** ث. چِڙپ- تڙي. ڌمڪي.

**پَڙڪائڻُ:** م. هوا سان باهه کي تيز ڪرڻ. مچ مچائڻ. ڪاوڙائڻ. ورغلائڻ.

**پِڙڪائڻُ:** م. ڌمڪائڻ. دٻائڻ.

**پَڙڪَڻُ:** م. پَڙڪا ڪري ٻرڻ (باهه). پڙڪو ڪائي اُڏامڻ.

**پِڙڪَڻُ:** م. دڙڪو ڏيڻ. هيسائڻ- ديڄارڻ.

**پڙڪو:** ذ. باهه جو پيڙ. جوش. اُڇل (پکيءَ جي). چرڪَ. (ث. پڙڪي).

**پَڙڪو ڪائڻ:** تاهه ڪائڻ (جانور جو). يڪدم اُڏامڻ (پکيءَ جو). پيڙ ڪرڻ (باهه). جوش ڪائڻ.

**پِڙڪي ڏيارڻ:** هُشي ڏيڻ. همٿائڻ.

**پَڙڳ:** ذ. باهه جو پيڙ- مچ. اُلي جو شهائو. جيي. (ص) پڙ- هوشيار.

**پِڙنگُ:** ص. پيينگ وارو- سڃو.

**پِڙڻُ:** م. پيڙوتيڻ- ملڻ- ڳڏجڻ. پڄڻ- نهڪي اچڻ.

**پِڙو:** ذ. وڏو دڙو. پراڻي قلعي (شهر، قلعي، مقام، جاءِ) جو دڙو. ڳنڍ (سٽ جي تند ۾). (ث. پڙي).

**پِڙوت:** ث. ڪسب جي ڪمائي- ڪٽپتو- پاڙ.

**پِڙوو:** ذ. پِڙوت کندڙ. ڪٽڻ- دلو. ڏونو. بد پيشي واري ڪم ني تي گذر ڪندڙ. (ث. پڙوي).

**پِڙي:** ث. ننڍڙو پِڙو. دڙو. يڪجاءِ ميڙ. گروهه بندي.

**پِڙي ٻَڌڻ:** اتفاق ڪرڻ- ٻَڌي ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. همت ڪرڻ.

**پِڙيارو:** ص. ڳنڍ ڳوڙهي وارو. دڙن دڪين وارو.

**پُسُ:** ذ. ٻوسو- ٻهه. ڳيهه ڪان سواءِ رڌل چانور.

**پُسرو:** ذ. سدوانج.

**پسم:** ت (سن: پسمن) رک- چار- قلهيار- پيوت.

**پسم ٿيڻ:** سڙي رک ٿيڻ.

**پسمي:** ص. بدن کي خاڪ مليندڙ- پيوتي. (ث) رک- ڪيري.

**پُسيرو:** ذ. ٻهه رکڻ جو ڀانڊو.

**پِڪَ:** ث. وڏي وهه درياءَ جي ڪپر واري پير (جا پاڻيءَ جي ڪڏ سبب ڪري). ڪنڌي- ڪپر- پير.

**پِڪ ڏيڻ:** ڪپر ڪرڻ- ڪناري جي پير جو ڪرڻ (ڪاڏ سبب).

**پُڪائڻُ:** م. زورسان هڻڻ. ڦهڪائڻ.

**پُڪَ کَنگهه:** ث. سڪي کنگهه (جنهن ۾ بلغم نه اُٿڙي).

**پُڪَٽڻُ:** م. اجائي ڪوشش ڪرڻ. مٿو مارڻ.

**پَڪُلڻُ:** م. پرڻ (مٽيءَ ۾). نوئڻ.

**پَڪُو:** ذ. بيوقوف- مورک. ڪُند ذهن. ٻتاڪي.

**پُڪو:** ذ. پور- ٽُڪر. ذرو.

**پُڪا ٿيڻ:** ذرا ذرا ٿيڻ- پورپورٿيڻ.

**پڪوڙ:** ذ. دٻاءُ. چيپاٽ. چپ.

**پڪوڙڻُ:** م. ٻن شين جي وچ ۾ آڻي چپڻ. چيپاٽڻ. پيڪڙ ۾ آڻي پچائڻ.

**پڪيڙڻُ:** م. پڪوڙڻ. ٻ طاق يا پِڙ بند ڪرڻ. ڳهٽڻ.

**پَڳُ:** ث. پڳل ٽُڪر (ٿانءُ وغيره جو). پَچ- ٽوڙ.

**پڳندر:** ذ. هڪ قسم جي بيماري- نوائير.

**پڳت:** ث. پڳتي. پوجا جا پجن پاوَ. راڳ ناچ جي هڪ خاص مجلس (جنهن ۾ پڳت نچن ڳائين).

**پَڳت وڄهڻ:** ماتهن کي ڳڏ ڪرڻ. تماشو لڳائڻ.

**پَڳتُ:** ص. پڳتي ڪندڙ. پوجاري. بندگيءَ جا پجن ڳ ئيندڙ. سادي سپاءُ وارو.

**پَڳت بنجڻ:** درويش ٿيڻ. بيوقوف بنجڻ.

**پُڳت:** ث. روزانو دان طور مڙهيءَ ڏانهن مو ڪليو ويندڙ کاڌو.

**پُڳت پُوري هڻڻ:** گذران تنگ ڪرڻ.

**پُڳتر:** ث. ڪٽ ءِ مچر.

**پَڳتي:** ث. هڪ ڏنيءَ جي بندگي ڪرڻ وارو عقيدو. ڌرمي پجن يا راڳ.

**پَڳتيو:** ذ.نا چو چو ڪرو.

**پُڳڙا:** ذ.پڳل چتا.

**پڳڙا ٻانهين:** ث.ٻانهن جي زيور جو هڪ قسم.

**پُڳڙو:** ذ.پڳل چتو.پرت جو هڪ نمونو.

**پُڳڙو ۾ قارُون:** هڪجهڙي ورهاست.ورهاست ۾ هڪجهڙو حصو.

**پُڳڙن وانگر پُڄڻ:** ٽآڪوڙو پوڻ.هڪجهڙي پويان گهڻن جو مرڻ.

**پَڳلُ:** ص.(ٻرا:پڳ.سن:پنج) ٽُٽل.ٽل ٿيل (حساب.ڳجهارت). پڇي ويل.

**پَڳل ٽُٽل:** ٽڪرا ٽڪرا ٿيل.

**پِڳلُ:** ص.پُسيل-آلو.

**پُڳلُ:** ص.گيهه ۾ رڌل.پڃتي ڌنل.

**پَڳو:** ذ.پڳل چرخو.

**پَڳوان:** ص.گيڙو ءَ رنگا ڪپڙا (جوڳي فقير پائين).

**پَڳوانُ:** ذ(سن) ڌتي-ايشور-مالڪ.

**پَڳو تورڙهو:** اسم خاص.دادو ضلعي ۾ سيوهڻ ءِ لڪيءَ جي وچ ۾ هڪ جبل جو نالو.

**پَڳوڙو:** ص.پڇي ويل-پڳل.ڌڌر(اُن).ٽڪر ٽڪر ٿيل.

**پڳوڙي:** ص.تازي ويامل (ڳئون.مينهن وغيره)-آلوڙي.

**پُڳي:** ث.مٿرن جون رڌل ڦريون-ڌڌڙي.

**ڀَل:** ص.تمام ڀلي (گهوڙي).ڀلي-سٺي.

**ڀَل:** ظ(ف.بلي) ڀَلي-خوشيءَ سان.

**ڀَلُ:** سٺو.تمام ڀلو (گهوڙو.اُن).تکو (وهٽ).زمين جو ڀليءَ پوک وارو زور.نفعو.فائدو.اثر.

**ڀَلُ ڪرڻ:** عيش ڪرڻ.موجون ماڻڻ.

**ڀَل ڀليرو:** ص.تمام عمدو.بلڪل اشراف ءِ وڏگهرانو.

**ڀَل ڪُليرو:** ص.پهلوان-سورهيه.

**ڀَلَ:** ث.اها مينهن، جنهن جا سڱ هيٺ ٽي ورڪل هجن.

**ڀُلَ:** ث.چُڪ-غلطي.خطا.ڀولو.

**ڀُل پئجي وڃڻ:** چُڪ ٿيڻ.ڏوهه ڏمر هيٺ اچڻ.

**ڀَلا ڀائي:** ث.هاڪ ڌاڪ.نالو ناموس.

**ڀَلان ڀَلي:** ڀليءَ کان ڀَلي.اوج.ترقي.ڪماليت.

**ڀَلارو:** ص.ڀلائي ڪندڙ.بزرگ-نيڪ.سگورو.(ث.ڀلاري).

**ڀَلاوَتو:** ص.ڪنهن واپاريءَ طرفان ڏيساور ۾ مال خريد ڪندڙ ءِ وڪڻندڙ-آڏتيو.گماشتو.

**ڀَلائڻُ:** م.ڀلائي ڪرڻ.ڀان موڪڻ.

**ڀُلائڻُ:** م.منجهائڻ.گمراهه ڪرڻ.ويساهڻ.ڀنيلائڻ.وسارڻ.

**ڀُلائتو:** ص.ڀُل وارو.غلط نمونو ۾.

**ڀُلائو:** ذ.ڪنهن ٻڪيءَ وغيره کي قاسائڻ لاءِ ڌنل ڪاڌو.پيتي.چڙهو-ڏتو.لالچ.

**ڀَلائي:** ث.بهتري-چڱائي.مهرباني.نيڪي.احسان-ٿورو.

**ڀَلايون ڀال:** احسان-ٿورا.مهربانيون.چڱايون.

**ڀُلجڻ:** م.منجهڻ.گمراهه ٿيڻ.غلطي ڪرڻ.ڀنيلجڻ.وسرڻ.

**ڀَلڙُ:** ص.تمام ڀلو-ڀلي ۾ ڀلو.

**ڀِلڙو:** ص.ڦلهڙو.ڪومايل (منهن).ڪنٽرو.

**ڀِلڙو منهن ڪرڻ:** منهن ڦلهڙو ڪرڻ.ڪانئر پو ڏيکارڻ.

**ڀَلسرو:** ذ.ڀليءَ پوک وارو زمين ٽڪر.

**ڀُلڪار:** ث.گمراهي-مونجهه.خوف.ڏهڪاءُ.سختي.مصيبت.

**ڀُلڪر:** ث.سختي-ڏڪار.

**ڀَلڪڻُ:** م.مرڪڻ-فخر ڪرڻ-ٻڏڻ.

**ڀَلمانس:** ذ.چڱو ماڻهو.سگر ماڻهو.شريف ماڻهو.نيڪ شخص.

**ڀَلمانسائي:** ث.ماڻهپو-مروت.

**ڀُلنامو:** ذ.چُڪن جي يادداشت (جا ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ شامل ڪجي).

**ڀُلڻُ:** م.ڀلجڻ.منجهڻ.ڀُل ڪرڻ-غلطي ڪرڻ.وسرڻ.ڀنهجڻ.

**ڀَلو:** ص.چڱو-سٺو.نيڪ-ڀلارو.سنو سهڻو.سگر (ماڻهو).تکو (وهٽ).(ث.ڀَلي).

**ڀَلو ڀَلو:** ندا.واهه واهه! آفرين! (تحسين توڙي تنبيهه خاطر هي الفاظ ڪم اچن).

**ڀَلو ٿيڻ:** ڪم نيڻ.فائدو ٿيڻ.

**ڀَلو سُونهارو:** ذ.قرآن شريف.

**ڀَلو ڪرڻ:** ڪنهن جو ڪم سنوارڻ.فائدو ڏيڻ.احسان ڪرڻ.

**ڀلو ڪم:** چڱو خير جهڙو ڪم.

**ڀَلو مَنائڻ:** ٿورو ڪڻڻ.رقم ٻاسڻ.

**ڀلو ميان!:** ڪافي ڳالهه ۾ پرا ءِلاءِ ڪم ايندڙ لفظ.

**ڀلي پار وڃڻ:** حج لاءِ روانو ٿيڻ.

**ڀِلو:** ص.ڦلهڙو-ڀلڙو.ڍنل-هيسيل.ڪنٽرو (منهن).

**ڀِلو منهن:** ذ.مايوس منهن.شرمساريءَ وارو منهن.

**ڀَلوتِني:** ث.هڪ قسم جو آبي گاهه ياول.

پَلوڙُ: ص.پنڌ جو تکو (وهٽ).
پَلئون پَل: ث.پلائي ءَجي انتها- پلان پلي.
پَلي، پَلين: ظ (ف: بلي) پل- بيشڪ.سدا.پڪ.
پَلي آئين: مرحبائي جملو.جيءَ آئين- ڀلي آئين.
پَلي: ث.پلائي- چڱائي- مهرباني.(ص) چڱي- سني.گهڻي کير واري (ڳئون.مينهن.ٻڪري).
پَليءَ پَت: ظ.چڱيءَ ريت- چڱيءَ طرح.
پَلي ڪرڻ: چڱائي ڪرڻ.نيڪيءَ جو ڪم ڪرڻ.
پَليار: ث.پَلي زمين- زورواري زمين.
پَليڪار: ث.خوش ڪيڪار- آدرڀاءُ- مرحبا.
پَمرڻُ: م.پوئنر وانگر گهمرا ڏيڻ.آپي ۾ پرجي بيخيالو پئڻ. پَنواٽيون ڪائڻ.
پَمريو پئڻ: پونريووڃڻ- پَمرڻ.
پَمڻ: م.پٽڪڻ- رلڻ.گهمڻ.
پَن: ذ.آڳاٽي قلي شهر جا پراڻا آثار- کنڊر.
پَنُ: ذ.وڏو جار (مچي ڦاسائڻ لاءِ)- رڇ.
پَنُ پرڻ: چٽي پرڻ.نقصان جو پورائو ڪرڻ.
پِن: ث.آلان- پوسل- گهم.ماڪ- اوس.
پِن: ذ.الگ- ڌار- علحيده.نرالو.
پِن پِن: ظ.بيوبيو- ڌارڌار- الگ الگ.
پِنپ: ث.تمام گهڻي اونداهي- گهگهه انڌارو.
پَنيا: ص.سهڻا ڪارا (وار).گهاٽا ڪارا (وار).ڪارا گهنڊيدار (وار).
پَنيمٽُ: ذ.وڏو مڇ- پيٽڙ (ص) بيوقوف.
پَنيرا: اسم خاص.سنڌ جي هڪ سماٽ ذات جو نالو.
پَنيرالي: ث پَنيوري.
پَنيرڪو، پَنيراڪو: ذ.اوائلي پرپات وارو وقت (جنهن ۾ اجا ڪجهاونده هجي)- وڏي پرپات.
پِنيرالي: ث.پنيور (جيت)
پَنيڙڪ: ث.ڏاڙهي مڇن جي ساوڪ- ريم.
پَنيلائڻُ: م.ورغلائڻ.گمراه ڪرڻ.ويساهڻ.
پَنيلجڻُ: م.پيلجڻ.گمراه ٿيڻ.ويساهجڻ.ٻتنجڻ.
پَنيو: ص.ڪاروگهنڊيدار (وار).سهڻو.(ث.پنيي).
پَنيو جوڙو: ذ.ڪپڙن جو سهڻو وڳو (رنوءَ پڙو).
پَنيي ڏاڙهي: ث.سهڻي ڪاري ڏاڙهي.

پَنيُو: ص.حيران.عجب ۾ پيل- وايون ٻتال.بيوقوف.
پَنيور: اسم خاص."سسئي پنهونءَ" جي قصي سان لاڳاپيل شهر جو نالو.(مجازً) دنيا.
پَنيورجڻ: مٿو ڦرڻ- ٻتال ٿيڻ- اجايو سيٺجڻ.
پَنيوري، پَنيُوري: ث.برسات جي موسم ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جو اڏامندڙ سهڻو جيت.(ص) سهڻي (عورت).سهڻي ويس واري (عورت).ڪم ڪار ۾ تيز (عورت).ٻبر جي شڪل پلڙي ۾ نه هيل ڦرتي.
پَنيول: ث.عشق جي مست- محبت جي چريائي.
پَنيولجڻ: م.ڏسو "پنيلجڻ".
پَنيي: ث.ڪاري سهڻي ٻڪ.(شاه).
پَنيي: اسم خاص.عورت جو نالو.
پَنيپو: ذ.اڪ جو ڪوپو- اڪ جو خانو.
پَنجُهو: ذ.سڪي مٽي.ڪوتيل مٽي (جيڪا پرنيءَ ۾ ڪم اچي).پوک کي پاڻي ڏيڻ کان اڳ واري ڪيڙي.پوک کي پهريون ڏنل پاڻي.
پَنجهو پرڻ: پوک کي پهريون دفعو پاڻي ڏيڻ.
پَنجهر، پَنجهر: ذ.اڪ جي ٻنٻي.چنيرڪ.اڪ ۾ پيل مٽيءَ جو ذرو.
پَنجهر پرڻ: اکين ۾ آب اچڻ.ڪجهه ڏک ٿيڻ.
پَند: ص.پنڌ.ڳانسي وجانسي خيرات وٺندڙ مڱتهار.ڳڪ- مڃڏ.(ث پندڻ).
پَند بنجڻ: ڳڪ ٿيڻ.گوڙ ڪرڻ.
پَندي بڌڻ: مسلسل گهر گهر ڪندو رهڻ.ڳڪ ٿي پوڻ- مڃڏ ٿي لڳڻ.گهڻي ڪرڻ.
پِندُ: ذ.مٽيءَ جو وڏو پيٽڙ.
پِندا: ذ.مٽي جا منجهيلءَ گوڙها ٿيل ميرا وار.
پَندار: ذ.(سن) سيڏي سامان ءِ ٺانون ۾ رکڻ جي جاءِ- توشا خانو.
پَندارو: ذ.خيرات جي خاني يا مندر سان شامل ٻني.لنگر- پاندارو.
پَنداري: ص.پندار سنڀالندڙ- سيڌي سامان جو رکوالو.لنگر خاني جو بورچي.
پَنداري، پَندالڙي: ث.پنسن گڏ ڪرڻ لاءِ پٽ ۾ نهيل کڏڙي.
پَندڙو: ذ.ننڍن وارن جي چڳ.
پَند ساز، پَند سال: ذ.ورهين لاءِ ڪٺو ڪري رکيل ذخيرو.
پَندڻُ: ذ.پٽڪو.روڄ راڙو.
پَندڻ: ث پَندي مڃائي پيهندڙ عورت.
پَندو: ذ.رسالن لاءِ ڪتب ايندڙ سنيءَ جو هڪ قسم- سجاتو.

**پَندِي:** ث."پَندَ"وارو ڪم.گهِپي.
**پندي ڀارڻ:** "پند" وانگر نه ڇڏڻ. وري وري چوڻ. ڪِلڪِل مچائڻ.چنبڙيپوڻ.
**پَنديلو:** ذ.نقال-ويس ڏاري-اداڪار.
**پَنُرُ:** ذ.برسات يا طوفان سبب ڪِريل پوڪ.ڀيلايل پوڪ.
**پِنسارُ:** ث(ه)پرڀات-پيچ ڀني.
**ڀَنگ:** ث. (سن: ڀنگا. ف: بنگ. ع: بَنج) مشهور نشيدار ٻوٽي (جيڪا ڏندي ڪوندي ۾ گهوٽي نشي لاءِ پيئجي). گهوٽيل ڀنگ.
**ڀَنگ وجهڻ:** رُخنو وجهڻ.نفاق وجهڻ.حڪم جي انحرافي ڪرڻ.
**ڀَنگورو، ڀَنگِي:** ص.ڀنگ پيئندڙ.
**ڀَنگ:** هيبت- خوف. تڪليف- مشڪلات. اٽڪ. ڀڃڻ ڀڙڻ واري حالت-شڪست.
**ڀُنگُ:** ذ. چوريءَ ويل چوپائي مال يا چوريءَ ٿيل شيءِ جي موٽائڻ جو معاوضو-ڪَرِي.
**ڀَنگارُ:** ذ. ٿامي، شيهي وغيره جي ميلاپ مان ٺهيل ڌاتو- ڪَنجهو-ڪَٽ.
**ڀَنگر:** اسم خاص.سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.
**ڀَنگرو:** ذ.پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي.
**ڀَنگڙ ڀِينگ:** ص.صفا سنِڄ-ٺپ سنڄائي.
**ڀَنگوار:** اسم خاص.سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.
**ڀَنگِي:** ص. ڪاڪوس وغيره جي صفائي ڪندڙ- نيچ ذات جو فرد.(ث.ڀنگڻِ.ڀنگياڻي).
**ڀِنَلُ:** ظ.ڀِنيل-آلو.رحمدل.
**ڀَنَنُ:** ذ.ڀِڻڪو-ماتام.روڄ راڙو.
**ڀَنواڻي:** ث.مٽي جي ڦيري.
**ڀنور:** گهمندڙ-ڦرندڙ.
**ڀَنوڻُ:** م.ڀڻڪڻ-اَجهڙڻ.ڦرڻ- چڪر هڻڻ-گهمڻ.
**ڀِني:** ث.پرهڦٽي-پرڀات-پوئين رات.
**ڀِني:** ث.ڀونءِ-زمين-ڀومي.
**ڀِڻاٽُ:** ذ.ڀڻڪو-جهيڻو آواز.
**ڀِڻائڻ:** م.گهمائڻ-ڦيرائڻ.رُلائڻ.
**ڀڻِ ڀڻِ:** ث.چپن ۾ آهستي ڳالهائڻ.ڀڻڪاٽ.
**ڀُڻڀُڻيو:** ص.ڀڻ ڀڻ ڪندڙ- پنهنجي منهن ڳالهائيندڙ.
**ڀڻِ جُهڻ:** ث.ڀڻڪاٽ.جهيڻو ڳالهائڻ.
**ڀُڻڪَ:** ث.ڀُڻڪو.آهستي ڳالهائڻ.
**ڀُڻڪاٽُ:** ذ.جهيڻو آواز-ڀُڻڪو.
**ڀڻڪَڻُ:** م.مکين جو ڪنهن ڪاڌي جي شيءِ تي ويهڻ يا ڀڻ ڀڻ ڪرڻ.
**ڀُڻڪَڻُ:** م.آهستي ڳالهائڻ- جهيڻو آواز ڪرڻ-ڀڻ ڀڻ ڪرڻ.
**ڀُڻڪو:** ذ.جهيڻو آواز.ٿوروءِ آهستي ڳالهائڻ.
**ڀُڻڪو نه ڪڍڻ:** چُپ رهڻ.ٻڙڪ به نه ڪڍڻ.
**ڀِڻڻ:** م.هلڻ.گهمڻ.ڀِٽڪڻ-رُلڻ.
**ڀِڻو:** ص.موڳو-مُنجهيل.
**ڀَؤ، ڀَئُه:** ذ(سن:ڀَيه) ڊپ- خوف.انديشو.
**ڀَؤ ڀوو:** ڊپ ڊاءُ.ڀِل ڇِڪ.
**ڀَواري:** ڊپ واري-ڀؤ واري- هيبت جهڙي.
**ڀَواني:** ث.هندن جي هڪ ديويءَ جو نالو- پاربتي.
**ڀوائتو:** ص.ڊپ وارو-ڀيانڪ- خوفائتو.
**ڀويَر:** ث.ڀوراٽيل شيءِ جو چورو-ڀورِ.
**ڀُويِل:** ث(ه)گرم چار يا ڪيري.
**ڀوتَ:** ذ (سن) هڪ ڀوائتي خيالي هستي (جن، ديو، شر). مئل ماڻهو جو ڊيڄاريندڙ روح (خيالي صورت).
**ڀُوت ٿيڻ:** ڪاوڙ ۾ ڇِتو ٿيڻ.
**ڀُوت ٿي لڳڻ:** پويان پئجي وڃڻ- نه ڇڏڻ.
**ڀُوت پِريت:** ذ.جِن ڀوت- خبيث روح.
**ڀوتارُ:** ذ.آقا- سائين- مالڪ.وڏيرو.معزز.جيڪب آباد.سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي قومي سردار، وڏيري يا سکر ماڻهوءَ لاءِ استعمال ٿيندڙ خطاب.
**ڀُوتارِي:** ذ.ڀوت ڪيندڙ- جِن ڪيندڙ.
**ڀُوتارِجڻُ:** م.جِن ڀوت جي لڳت جو حساب ٿيڻ.بتال ٿيڻ.حواس خطا ٿيڻ.بدحواسي ۾ ڇِتو ٿيڻ- ڪاوڙجڻ.
**ڀُوتاڙِي:** ص.جِن ورتل ماڻهو.ديوانو.ڇتو- ڪاوڙيل.فسادي.
**ڀوپَ:** ث.ڀوڙهي زال.
**ڀوپو:** ذ. جِنُ ڪيڻ لاءِ ٽوڻا ڦيڻا ڪندڙ. ڀاڙهيتو- جادو ٽوڻا ڪندڙ.(ث.ڀوپي).
**ڀوڄُ:** ذ.وڻ جو هڪ قسم (جنهن جو ڇَوڏو طور ڪم اچي).
**ڀوڄ پترُ:** "ڀوڄ" وڻ جا پن يا ڇوڏا (جيڪي اڳئين زماني ۾ لکڻ لاءِ ڪاغذ جو ڪم ڏيندا هئا).
**ڀوڄَنُ:** ذ(سن)کاڄ-کاڌو.
**ڀُوڄُ:** ذ.جهنگلي-وحشي.جهنبولو.

**پُوچِرُ:** ذ. ڪڻڪ ۽ ٻ جهريءَ جي سنگن تي ٻيٺل سنها سُوئا. (ص) ڏڱھڻ ۽ مُنجهيل وارن وارو.

**پوڙ:** ث.تمام پوڙهي عورت.

**پوڙُ:** ص.ڏندن ڀڳو-ڀڏو. ڪراڙو-پوڙهو.

**پوڙيسر:** اسم خاص.ترم ڪاروڻجهر پرسان هڪ تلاءُ.

**پور:** ث.پوراتيل شيءِ جو چورڊ-پوپر.

**پور:** ذ.پورو-ٽڪرو.ڀُڀو (مانيءَ جو).

**پورَ پورَ:** ذ.ٽڪرا ٽڪرا-ڀُڀ ڀُيا.

**پُورِ:** ث.اڇي رنگ جي پُوري مينهن.

**پورائي، پورڙائي:** ث.سادگي-ان ڄاڻائي.

**پورڙو، پورو:** ذ.پکيءَ جو هڪ نسم.

**پورڙو:** ص.ابوجه-ڀانو ڀولو-سادو سودو. عقل جو گهٽ- موڳو. (ث.پورڙي).

**پُورَلُ:** . پوري رنگ وارو- ڳورو. حسين- سهڻو. معشوق. (ث. پُورَلِ).

**پورَڻُ:** م.پورا پورا ڪرڻ.ڀُورو ڪرڻ- ڪٽو ڪرڻ.

**پُورو:** ص.ڀُرندڙ-ڀُرتو.

**پورو:** ذ.ٽُڪر.ڀُيو (ماني جو).ذرو.چرخو-ايٺ.ڳجه-راز.

**پورو پيڻ:** پرولي سلڻ.راز ظاهر ڪرڻ.

**پُورو:** ص.اڇو- سفيد- ڳورو.اڇي چمڙيءَ وارو (ماڻهو).گورو (انگريز).حسين- سهڻو (ث.پُوري).

**پُوراڻ، پُورائي:** ث.اَڇاڻ-ڳوراڻ- ڪڪائي.

**پورِي:** ذ.ٻيڙياٽو-ملاح.

**پورِي:** ث. مشهور پکي- بلبل. چُوري- ڪُٽي. (ص) ابوجه. وسوڙل.موڳي.

**پُورِي:** ث.اڇي رنگ تي مائل-ڳوري.انگريز عورت- مندم. چيني ۽ جي ڳُڏي- ڏالي.اڇي رنگ جي مينهن.

**پوسو:** ذ.ٻوسو- چيٺو.

**پوسو:** ذ.ٻوسو.ٻه.

**پوش:** ص.وحشي.ٻوزان.جهنگلي.

**پُوڪَ:** ث.تيڪ-دست.پٽڙو چيٽو.

**پُوڪُ:** ذ.سائي ٻصر جي وچ ۾ (گُل جهلڻ لاءِ) گول ڏانڊي. (ص) احمق-بيوقوف.

**پُوڪ بَصر:** انتهائي احمق- وڏو بيوقوف.

**پُوڪَرَ:** ث.چپن جو آواز.

**پُوڪَنُ:** ص.بيدونو-تمام ٿلهو.

**پوڳُ:** ذ.ڪڏو- طعم-پوچن.لذت.

**پوڳُ:** ذ.چرچو- مسخري.تماشو.

**پوڳُ شوڳُ:** ذ.چرچوگهبو-ڪِل مسخري.

**پوڳائي:** ص.چرچائي- مسخرو.

**پوڳِڙي:** ص.ڀڳڙ ڀچندڙ.

**پوڳِڻ، پوڳِڻُ:** م.سهڻ.ملڻ (خراب ڪم جو نتيجو).لوڙڻ.

**پوڳو:** ذ.پڪل گوشت-لذيذ کاڌو.

**پوڳهڙو:** ذ.گيهم ڪڻڪ.ڪؤنر.باداميون.مصري وغيره مان ٺهيل خوراڪ.ڀڳڙ کاڌو.

**پوڳي:** ص.جيءَڪي جنا ڏيندڙ-پوڳيندڙ.شهوتي.

**پولُ:** ذ(پرَ ٻيلَ)ٻل چُڪ.غلطي.ويسر.گمان.

**پولُ پيڻ:** شڪ دور ڪرڻ- گمان لاهڻ- وهم وڃائڻ.

**پولُ پَنو:** ذ.خوف خطرو-دٻدٻاءُ.شڪ شبهو.

**پولڙو:** ذ.مشهور جهنگلي جانور (ث.پولڙي).

**پولڙو بنائڻ:** بيوقوف بنائڻ.پولڙي وانگر نچائڻ.

**پولڙي نَچائُو:** ص. مداري. تماشبين. ٻٽي جي ڏک جو ويچر نه ڪندڙ.

**پولو، پولُو:** ذ.پولڙو.(ث.پولِي).

**پولو:** ذ.پل چُڪ- غلطي.رولو (ليکي ۾).گمان.وهم.

**پولِي:** ث.اڇي رنگ جي مينهن (اکيون شيريون).

**پُوم:** ث.ڌرتي-پُونءِ.ڄاڻ-واقفيت- سمجه.

**پومِيو:** ص.پونءِ جو رهاڪو.سُونهون-واقف.

**پُومِي:** ث.ڌرتي-پُونءِ.وطن- مُلڪ.

**پُون، پُونءِ:** ث(سن:پُوم)زمين-ڌرتي.ايراضي.مِٽي- خاڪ.ماڳ.

**پُون وديا:** ث.زمين بابت علم- جاگرافي.

**پُونياڙو:** ذ.واريل پٽ جو پاڙو.پٽ جي مسواڙ.

**پُونيَٽُ:** ذ.ڦرتيءَ ۽ لاٽون ۽ جو زور سان ڦرڻ جو آواز.

**پُونيڙي:** ث.ڦرموٽڙي-لاٽونٽڙي.

**پُون پُون:** ث.(مکين.مچرن.ڏينين وغيره) جيئڻ جي ڏمڻ جو آواز.

**پُون پُون ڪرڻ:** ڇؤپچو ڪرڻ.خوار ڪرڻ.تنگ ڪرڻ.

**پؤنترو:** ذ.ماحول-وايومنڊل.

**پؤنترو ڦري وڃڻ:** وايومنڊل بدلجڻ.ماحول ڦرڻ.

**پُونِپَٽُ:** ص.ڏيهڏتي-بدنام.

پونچال: ذ.زلزلو-ڌرتيءَ ڌڏڻ.

پونچڻ: مُنهن گُهنجائڻ.

پُوندڻ: ث.مادي سُوئر.

پُوندو: ذ. هٿ جون پنجئي آڱريون کولي مُنهن سامهون جهلڻ (بيعزتيءَ نفرت جي نشاني)- ٻجو.

پَوَنَر: ث.پنواتي-ڦيري.چڪر- ڪن.

پَوَنَرُ: ذ.اُڏامندڙ ڪارو جيت (گُلن مٿان پيرا ڏئي، سُڪل ڪاٺ کي سوراخ ڪري ڪائي).

پؤنر پرڻ: پؤنر جو ڦيرا ڏيڻ.

پؤنرڪلي: ث.ٻارن جي ٺڏڻ لاءِ ڦيري واري پينگهه- چيڪلو. ڪتي. ڪڪڙ وغيره جي پير يا ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ لوهي چلي واري رسي.

پَؤنري: ث.ڦيري-پنواتي.سوداءُ- خنقان.مغز ۾ وڏائيءَ وارو واءُ. نراڙ تي وارن جي گول گهنڊي.

پَؤنريءَ ڪاڏو: ص.خنقاني-سودائي.مغرور.

پَؤنري لڳو: ص.نياڳو- چنبو.

پَونريالُ: ص.پَؤنري وارو- چَنبو-منحوس.

پُونڦوڙُ: ذ.ڪنيءَ جو هڪ قسم.

پَؤنڪَ: ث. ڪتي جي ٻهڪ.ٻاجائي يخي.

پَؤنڪَڻُ: م. ڪتي جو ٻهڻ- پَؤن پؤن ڪرڻ.زور سان اڻ وڻندو ڳالهائڻ-ٻَڪڻ.

پَونگُ: ذ.ڪارو نانگ.وڏو ڪڙرو تنبڻ.

پُونگر: اسم خاص. مرد جو نالو. سومرن بادشاهن مان هڪ جو نالو- دوديءَ چنيسر جو پيءُ.

پُونگرو: ذ.ٻوٽي جو هڪ قسم.

پُونگري: ث.تماڪ ڇڪڻ لاءِ نڪر جي سُلفي.

پُونگو: ذ (ف: پنگ) ڪچو ڪکائون گهر. جهڳو- جهوپو. (ث پُونگي).

پُونگو پر تي هئڻ: خطرناڪ حالت ۾ هئڻ.

پُونگو پينگ ڪرڻ: جهڳو جهڻ ڪرڻ- بلڪل تباه ڪري ڇڏڻ.

پُونگا پاٺا: مالوندن جا ماڳ مڪان. جهوپڙا.

پَونڻ: ث.خبر- چاڻ.مسافري.

پُونڻ، پُوني: ث. ڦرتي- گرتي (جنهن جي مٿان ورت چاڙهي ڪوهه مان پاڻي ڪڍجي)- چرخي.

پُونو: گهمندڙ-ڦرندڙ-هلندڙ.(شاه).

پئو، پَؤ: ذ.ڊپ- خوف- خطرو.

پَئون: ث.مٿي جي ڦيري- چڪر.

پَئي: ث.خطرو- خوف- ڊپ- پؤ.(شاه).

پي: حرف جملو.ٻه-پڻ.

پَيا: اسم خاص.سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.

پَيانڪُ: ص.ڊيڄاريندڙ- خوفائتو-هيبتناڪ.

پيت: ث.خصلت- خوءِ.عادت.روش- چال.

پيت تي پوڻ: طبيعت مطابق هئڻ.هري مري وڃڻ.

پيتي: ث. لالچ- لب.ڪاڏي وغيره جي شيءِ (جا ٻلبل کي ڏيکاري هرڪ ڻجي).لالچائيندڙ لقمو.

پيٽ: ث.مشابهت-هڪجهڙائي.برابري.مقابلو.قرباني- نذرانو.

پيٽُ: ذ.حال پائي- مَحَرم.سنگتي- هم نشين.

پيٽا: ث.نذرانو-ڏڪتا.

پيٽَڻُ، پيٽڻ: م.پيٽ ڪرڻ- مشابهت ڪرڻ.برابري ڪرڻ. ڇڪاسڻ.ملائڻ- نَهڪائڻ.پرکڻ.تفاوت لهڻ.زيارت ڪرڻ. پيٽا ڏيڻ.نذرانو ڏيڻ.

پيٽُو: ص.پيڙوو-دلو.

پيٽي: ث.شراب جو مايو- ماڻ.ڏانڊي-ڳني.

پيچ: ث. پچڻ- آلاڻ. رات جو اهو حصو، جنهن ۾ ماڪ سبب ٿڌ ڪار محسوس ٿئي.اسر جو وقت- پريات.

پيچ پني: ث.پرهڦٽيءَ جو وقت-پنل رات.

پيچ پاڳارا: ندا.پير صاحب پاڳاري جي مُريدن (حُرن) جو هڪ نعرو.

پيچ مولي: ندا.اي مولا سائين! مينهن کي موڪل.

پيچون پيچ ٿيڻ: سخت برسات پوڻ.وڏا ريچ ٿيڻ.رنگ لڳي وڃڻ. شاهوڪار ٿيڻ.

پيچو: ذ (ه) ميڄالو- مغز.پوسل.ريچ.

پيچ: ث.پيٽ- برابري.هڪجهڙائي.

پيچڻُ: م.پيچ ڪائڻ.هموار ڪرڻ.پهچي اچڻ.

پيچو: ظ.برابر- هموزن.

پيچي: ص.پچي ايندڙ (ساٿي).ساٿي- ڏوڙي (راند ۾).

پيد: ذ (سن) انت- راز- ڳجهه.فرق.ٻيائي.ويچو.

پيد ونڻ: انت ڪڍڻ- منجهلهڻ.

پيدي: ص.رازدان.حال محرم.ڳجهه ڪان واقف.

پيڏتارو: ص.وڏين گول اکين وارو.

پيڏَر: ث.ڪجيءَ جو هڪ قسم (ڏونڪا ڇيٽرا ٿين).

پيڏي: ث. ڪرائيءَ جو ٻاهر نڪتل هڏو.پير جي مُريي جو هڏو.

**پيڏي هڻڻ:** تور ۾ ساهميءَ ۾ ڪاڻي سان ڪراڻي لائڻ (جيئن ڪنو مٿي ڪجيءَ شيءِ گهٽ تُري). تور ۾ نڳي ڪرڻ. وهنوار ۾ کپت ڪرڻ.

**پيڏيون پَحڻ:** تمام گهڻو مارڻ.

**پير:** ٿ. ٿامي جو وڏو نغارو (جيڪو درگاهن تي نوبت وڄائڻ جي ڪم اچي).

**پير تي ڏؤنڪو:** نغاري جي چوٽ تي اعلان. جنگ جو ڄاڻ.

**پَير:** ذ. پرتوو. نشان - نُور. چمڪاٽ.

**پُير:** ذ. وَر - ڦيرو. پٽڪي جو وَر. ڪُن جو ڦيرو. نمونو - ڍول.

**پير ڪرڻ:** ڦِرڻ. ڪُن ڪرڻ. سير ڪرڻ.

**پير پَنگ:** ذ. نفاق - ڏڦير - نـ سازي.

**پير:** ص. جهڙو - مثل - وانگي. دستور - طرح.

**پيرَمُ:** ذ (سن: پيرَم) ايٺ - چرخو. (ف) سوٽي يا ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**پيرَڻُ، پيرِڻُ:** م (سن: پيرم) ڦيرڻ - گهماڻڻ (چرخو). وراڻي ڪو ڪم ڪرڻ.

**پيري هڻڻ:** گهماڻي ڦِنو ڪرڻ.

**پيرو:** ذ. ڦيرو - چڪر. دفعو - گهمرو. وارو.

**پيرو پَحڻ:** مُنهن موڙڻ - اچڻ وڃڻ جو دستور ٽوڙڻ.

**پيرو ڏيڻ:** ملاقات لاءِ وري اچڻ. دور ڪرڻ (سبق جو). ياد ڪرڻ لاءِ وري وري پڙهڻ.

**پَيرو:** ذ (سن) موسيقيءَ جي نظام ۾ ڇهن مُک راڳن مان هڪ راڳ جو نالو.

**پيرُون:** ذ. هڪ راڳ جو نالو - پيرو راڳ.

**پيروِي:** ٿ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**پيڙ:** ٿ. درياءَ. کوه يا واه جو ڪِرندڙ ڪَپر.

**پيڙَ:** ٿ. پِڪوڙ - ڇپَ. سوڙهه. ماڻهن جو هجوم - ميڙ. گپ گيه.

**پيڙ پيڙان:** ٿ. دٻ دٻان. پيهه پيهان.

**پيڙ پَوڻ:** سختيءَ ۾ جڪڙجڻ. مٿان ڪا مشڪلات پوڻ.

**پيڙجڻُ:** زور سان پور جڻ - بند ٿيڻ. پچڻ.

**پيڙَڻُ، پيڙِڻُ:** م. زور سان بند ڪرڻ (مٿ. دروازو وغيره). پچائڻ. سوڙهو ڪرڻ. گهٽڻ. سختي ڪرڻ. سيڪت ڏيڻ.

**پيڙي بَڌڻ:** چڪي بڌڻ - زور سان بڌڻ.

**پيڙو:** ظ. گڏ - سان. همراه - ٻٽ. لاڳو. (ٿ. پيڙي).

**پيڙو ڪرڻ:** گڏ ڪرڻ - سان ڪرڻ. ويجهو ڪرڻ. ٻڻ سان همراه ڪرڻ.

**پيڙو:** ذ. زور سان دٻاءُ. اشڪنجو.

**پيڙو چاڙهڻ:** دٻ ڏو جهڻ. اڪيڙو چاڙهڻ. سختي ڪرڻ.

**پيڙو ڏيڻ:** زور ڏيڻ. ڪشي سوگهو ڪرڻ.

**پيڙُون:** ٿ. هٿن جا زور (ٿڪ لاهڻ لاءِ ٽنگن ۽ ٻانهن کي مُٺڙيون هڻڻ).

**پيڪوڙُ:** ٿ. ٻن پاسن جو دٻاءُ - ٻطرفي ڇپَ.

**پيلَ:** ٿ. چوپائي مال جي پوک ۾ ڪڏڻ لتاڙ. ٻنيءَ ۾ ٻنارو ڪ جي مال جو ءَ ۾ ڄم ۾ چرڻ - پيلاڙو.

**پيل ڪرائڻ:** ٻنيءَ ۾ مال ڇڏي پوک زيان ڪرائڻ.

**پيلَ:** ٿ. مَٺ - ملاوت.

**پيلَ:** اسم خاص. هڪ قوم جو نالو (جا قديم دؤر کان سنڌ ۾ موجود آهي).

**پيلاڙو:** ذ. اهو پوک. جا فصل ڪٽڻ بعد مال جي چَرڻ لاءِ ڇڏيل هجي. اهو باغ، جنهن مان ميوو پٽڻ بعد رهيل ميوي کي پٽڻ جي موڪل هجي.

**پيلائڻ:** پيل ڪرائڻ - ڇيڪ ڇڏڻ (مال).

**پيلائُو:** ص. پيل تي ويل. نامرد - ڪدڙو.

**پيلائُون:** ص. پيو. (ذ) هڪ جابلو وڻ جو ڦر.

**پيلڻُ:** م. جانورن جو فصل کي ڪاڻي نقصان پهچائڻ. فصل ڪاٽڻ ۽ لتاڙڻ. مڪ پيرن هيٺان ڪيڻ.

**پيلو:** ص (سن: پيل) اڻ پڪو - ڪچو. آنڪو (ٿانءُ).

**پيلو پاڳي اچڻ:** اڻ پڪل دنو ٻناري پوڻ (سهتي وانگر). نصيب جو سـٿ نه ڏيڻ.

**پيلڙو مُنهن ڪرڻ:** ناأميد ٿيڻ. ڳتني ڪرڻ. ڪِڪو وڪو ٿيڻ. لڄي ٿيڻ.

**پيلهڙَ:** ٿ. پيل ڪندڙ مال. هار هياڙي.

**پِيمُ:** ذ. ڊپ - خوف. لشڪر - حملو. ڪام - شهتير. پهلوان. سگهارو.

**پيمانُ:** ص. ڊپ سـان پريل - ڊنل.

**پينيا:** ذ. ميڙ (مکين جا).

**پينجَ:** ٿ. ڏاڳي ما چي ويندڙ ڳنير.

**پيند:** ذ. وڏو پٽر. وڏو ڳنڊو. سنڪل ڄيتي جو وڏو ڳوڙهو.

**پيندا:** ذ. موڙهل وار - پيندا.

**پيندو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو - پَٽ ٽر.

**پيندي:** ٿ. مٿي تي ٺراڙو ٿان ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي جي پٽي (خصوصاً مٿي ۾ تيل وجهڻ يا ڪيس لائڻ بعد). وارن جي حفاظت لاءِ رومال يا ڪپڙي ٽڪر مٿي تي ٻڌڻ. اهو ڳنيو. جا رنگريز ڪپڙي رڱڻ وقت ڏين (جيئن انهي هنڌ رڱ نه چڙهي). ٻـ نڌڻي جي ڇٽ

۾ سڳي سان ٻڌل ڳنڍ. يا ڇيءَ جو قسم - ڪاٺ توري.

**پينڊي ڇوڙڻ:** ڳنڍ کولڻ. ڪنوار پرلاهڻ.

**پينڊيا:** جهنگلي جانور-مرون. (شاهه).

**پينڊيو:** ذ. ٿنڊڻ-ٿڏو (جيت).

**پينر:** ٿ. پيڻ-ادي. اديون.

**پينگ:** ٿ. اُجاڙ-سڃ-ويراني.

**پينگ ڪرڻ:** سڃ ڪرڻ-ڦرمار ڪرڻ.

**پينگيو:** ص. سڃو. سڪتو. ڪنگال.

**پيڻ:** ٿ. ادي. جيڏي-سرتي.

**پيٺپٺو:** ذ. پيڻ وارو رستو. ساهيڙپ.

**پيٺويو، پيٺايو:** ص. پيڻ جو مٽس.

**پيٺي:** ٿ (س: پرتيي) جاءِ- ٿاڪ. زمين- پڙ. ماڳ- مڪان. حد. ڪنڌي. وسيلو.

**پيٺي پر:** اُڌر-آسرو-سهارو. اُجهو.

**پيٺي پڳو:** ص. رُولو. پٽيل.

**پيٺي لڳڻ:** ڇهڇٽو ٿيڻ. انبوهه ٿيڻ. پٽ پوڻ.

**پيٺيون پٽڻ:** ماڳ مُٽائڻ. بي اندازشيون ختم ڪرڻ. ميدان مارڻ.

**پيٺيون ۽ پاڙ:** پاڳين جي رهڻ ۽ مال جي ويهڻ وارا ماڳ.

**پيٺين:** ظ. ماڳن تي-پٽن تي-هنڌن تي. (شاهه)

**پيو:** ذ. دول-ڏينگ. پيد-ڳجهه.



**ت:** ٿ (ع. ف) سنڌي الف- ب جو پنجون اکر. اُچار "تي". ابجد موجب عدد (400).

**تہ:** ذ. گرامر موجب اسم. فعل. صفت. ظرف ۽ حرف جر جو تفسير ڏيکاريندڙ حرف.

**تہ بہ:** حرف جملو. تنهن هوندي بہ- تڏهن بہ.

**تہ ڪ، تہ ڪي:** انهيءَ لاءِ تہ. جيڪر-هوند.

**تہ ڪَر:** جڏهن تہ. جيڪر. تہ هوند.

**تابُ:** ذ (ف) روشني. چمڪو. جلوو. تپت. دهشت. داب دڙڪو. مجال-طاقت.

**تاب تڙو:** دڙڪو دهمان-داب دڙو.

**تاب ڏيڻ:** مڇون وٽڻ. اَڪڙ ڏيکارڻ.

**تاب ويهارڻ:** رعب جمائڻ- جمت رکڻ.

**تابان:** ص (ف) روشن- چمڪندڙ. وروڪڙ وارو.

**تاباني:** ٿ. روشني. چمڪو. نور. جلوو.

**تابدار:** ص. چمڪندڙ. روشن. پيچدار.

**تابان:** ص. برباد. اُجڙ.

**تابحيات:** حياتيءَ تائين-سڄي عمر.

**تابَش، تاپَش:** ٿ (ف) گرمي- تاءُ. ڪاوڙ. حشمت.

**تابعُ:** ص. (ع) فرمانبردار. مطيع. معتقد. پوئلڳ. هٿ هيٺ- حڪم ۾. ماتحت.

**تابع ڪرڻ:** هٿ هيٺ آڻڻ- حڪم ۾ آڻڻ-ڪٺڻ.

**تابعدار:** ص. حڪم جي پيروي ڪندڙ-فرمانبردار.

**تابعدار بڻجڻ:** غلامي ڪرڻ- مطيع ٿيڻ.

**تابعداري:** ٿ. اطاعت. فرمانبرداري. حڪم مڃڻ.

**تابعي:** ذ. نبي سڳوريﷺ جي ڪنهن صحابيءَ کي ڏسندڙ اوائلي مسلمان. (ص) پيروي ڪندڙ.

**تابڪاري:** ٿ. تپش. برقي تپش.

**تابنده:** ص (ف) روشن- چمڪندڙ.

**تابُوتُ:** ذ (ع) لاش رکڻ جي صندوق. مصنوعي تربت (جا حضرت امام حسين جي شهادت جي يادگيريءَ ۾ عاشورن ۾ گهمائيندا آهن)-تعزيو.

**تابُ و توانُ:** ٿ (ف) صبر و قرار- برداشت. سگهہ- طاقت-زور.

**تابينو:** ذ (ع) تابعداري-فرمانبرداري.

**تابيني ۾ ويهڻ:** خدمت چاڪريءَ ۾ ويهڻ.

**تابيني:** ص. تابعدار-فرمانبردار.

**تاتُ:** ٿ. پرورش. پرگهور- سنڀال. پڇار-اُڻ تڻ.

**تاتِ تُوت:** ٿ. ڳولها ڦولها. طلب.

**تاتِ طَلب:** ساروڻي- يادگيري. اُڪير.

**تاتِ پوڻ:** طلب ٿيڻ. ڳچيءَ ۾ پوڻ.

**تاتاري:** ص. هڪ وحشي قوم جو ناڻو- "تاتار" جو رهاڪو.

**تاتِپرَجُ:** ذ(سن) مطلب- معني اختصار- تَتُ. وجور.

**تاترائِڻُ:** م. ريجهائڻ- هيرائڻ- ڏاڏرائڻ.

**تاتنا:** ٿ. پرورش. سنڀال. حفاظت.

**تاتَنُ:** م (ع. طاعہ) سنڀالڻ- پرگهور لهڻ. پالڻ- نپائڻ. ڪارائي پياري وڏو ڪرڻ.

**تاتي:** ص. فرمانبردار- چئيوان.

**تاثَر:** ذ(ع) اثر. (جمع. تاثرات).

**تاثِيرُ:** ذ(ع) اثر. خاصيت. ڪيميائي ردعمل.

**تاپولِي:** ٿ. موسمي تَپ- تپولي.

**تاپيلو:** ذ. ويڪري منهن وارو هنڊو.

**تاجُ:** ذ (ع) بادشاهي دستار- چَٽُ- مُنگهٽ. ڪُلاه (صوفين جو اصطلاح). پکيءَ جي چوٽي- موڙ.

**تاجپُور:** اسم خاص. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ مشهور ڳوٺ جو نالو.

**تاجپوشي:** ٿ. بادشاهه کي تاج ڍڪائڻ جي رسم.

**تاجدارُ:** ص. تاج وارو. بادشاهه. ٻگدار.

**تاجِرُ:** ص. (ع) واپاري. سوداگر.

**تاجوَر:** ص. بادشاهه- تاج وارو.

**تاجِنو:** ذ. ڇهبڪ.

**تاڃي:** ٿ (ف: تانہ) اتاوت لاءِ ڏيگهه ۾ تندن جو پٽو (جنهن جي ٻر ۾ پيٽي جون تندون پون).

**تاڃي پيٽو:** ذ. اتاوت جي ڏيگهه ۾ وارئيون تندون.

**تاڃي پيٽو جاچڻ:** ڳجهه ڳولهڻ. اصل حقيقت معلوم ڪرڻ. ڪنهن جو منجهه ڪڍڻ.

**تاڃيءَ درو:** ذ. تاڃيءَ جو وڪڙ يا ڏوڙ (ڪاني وجهڻ لاءِ).

**تاڃي ڪڍڻ:** گهٽي اچ وڃ ڪرڻ. ذري ذري اچڻ.

**تاحال:** هن وقت تائين.

**تاخِير:** ٿ(ع) دير. اوير.

**تاديبَ:** ٿ(ع) ادبي سکيا. اصلاح- سنوار.

**تاديبي ڪارروائي:** نظم ۽ ضبط قائم رکڻ لاءِ ڪيل ڪارروائي.

**تاڏَ:** ٿ. هڪ طرف ڏانهن ڇڪ (عضوي جي). ٽيڊ (اک جي). ڏنگ- وَر. آڪڙ.

**تاڏڻ:** م. ڳهلڻ. ڇڪڻ (وهٽ کي). ڇاڇولڻ. ڏنگائي ڪرڻ.

**تاڏو:** ص. ڏنگو- ڦڏو. ترڇو. (ٿ. تاڏِي).

**تاڏو ماپو:** ذ. اٻپورو ماپو. اوتومانُ.

**تاڏو هلڻ:** آڪڙ ۽ لاڏ سان هلڻ.

**تاڏُون ڏيڻ:** آڏا جواب ڏيڻ.

**تارَ:** ٿ. (ف) ڌاتوءَ جي سنهڙي تند. سُٽ پَٽ جي تند- ڌاڳو. ساز جي تند. سڪ- لَنءُ (محبت جي). يادگيري. تار وسيلي موڪليل پيغام- ٽيليگرام.

**تار تار ڪرڻ:** تندون تندون ڪرڻ (ڪپڙو). ليڙون ليڙون ڪرڻ.

**تار ڦٽي:** ٿ. تارجيءَ جي تندن کي ڦٽيءَ مان لنگهائڻ جو اوزار.

**تارڪَش:** ذ. سون يا چانديءَ جي تارکي ڇڪي سنهڙو ڪندڙ اوزار.

**تار ڪَشِي:** ٿ. ڀرت جو هڪ نمونو- چڪمدوزي (ڪپڙي ۾ تندن کي ڇڪي گل ڦل بنائڻ).

**تار ڪرڻ:** تار ذريعي پيغام موڪلڻ.

**تارَ گهرُ:** ذ. تار ذريعي پيغام موڪلڻ جو ادارو.

**تار لڳڻ:** محبت جي لڙهه لڳڻ. محبت ۾ گرفتار ٿيڻ.

**تارِ:** ذ (ف) ماڻهوءَ جي مٿي يا قد کان اونهو (پاڻي). ٻرپور (درياءَ وغيره). (سن) وڄت جو گُر.

**تارِ تک:** ذ. پاڻيءَ جو تيزو وهڪرو.

**تار تانگهو جاچڻ:** اڳ ڀوءِ جو خيال ڪرڻ.

**تار ترڻ:** اونهي اجهاڳ پاڻيءَ مان ترڻ. مشڪل مان پار پوڻ. ڏکيو لانگهو لنگهڻ.

**تار پوڻ:** غشيءَ ۾ پوڻ. اجهاڳ پاڻيءَ ۾ پوڻ.

**تار چُڪائڻ:** ساز ۾ وَڄت جو گُر ملائڻ.

**تار ڪرڻ:** چوٽيءَ تائين پرڻ- تمتار ڪرڻ.

**تار گُر:** ذ. وڄت جو هنر- تارمَڪانُ.

**تار مان ڪڍڻ:** اوڙاهه مان آجو ڪرڻ. مصيبت مان ڪڍڻ.

**تار مَڪانُ:** ذ. ڳائڻ ۾ آواز ۽ آلاپ سان ساز جي همنوا وڄت. سُرتار.

**تار ۾ پوڻ:** اونهي پاڻيءَ ۾ پوڻ. وِڦلڻ. ٻڪ ڪرڻ. اجائي حرص ۾ پوڻ.

**تاراج:** ذ (ف) ڦُرلُٽ. بربادي يا تباهيءَ جي حالت. (ص) تباه- برباد. ويران.

**تارازو:** ذ. ساهميءَ جي ٻڙڪي جهلڻ جو ڏورو (عام طرح ٻڙ ۾ تي تارازا ٻڌن). نفڙ جي آنجيءَ ۾ ٻڌل ٽڪنبو ڌاڳو.

**تارازِي:** ٿ(ف: ترازو) ساهمي.

**تارِجُ:** ذ(سن: تاتپريہ) ڀوتاميل. اختصار.

**تارِڙا:** اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.

**تارَڪَ:** ٿ (ف: تارَڪ = چوٽي) گهوڙي جي ٻن ڪنن جي وچ وارو فصلو. ٻن پرن جي وچ واري ٽڪري. سر- مٿو.

**تارڪُ:** ص(ع) دنيا کي ترڪ ڪندڙ. الله لوڪ.

**تارڪ الدُنيا:** ص. جنهن دنيوي معاملات کي ترڪ ڪري ڇڏيو هجي. گوشہ نشين.

**تارڪول:** ذ. هڪ قسم جو معدني تيل.

**تارُ، تارڻُ:** م (سن) پاڻيءَ تي هلائڻ. پاڻيءَ مان پار اُڪارڻ. صاف ڪرڻ (اَن وغيره).

**تارنهارُ:** ص. تاريندڙ. ٻڏڻ کان بچائيندڙ. پار اُڪاريندڙ (مصيبت مان). ڌڻي تعاليٰ.

**تارني:** ث. درياءَ جي ٻيڙيءَ جو هڪ رسو - رَسي. ڪنهن لوهي اوزار جي ڇهنب (لوهارن جو اصطلاح).

**تارو:** ذ (سن) چمڪندڙ آسماني جسم. (هي جسم خود روشن آهي ۽ آسمان ۾ ٽمڪندو نظر ايندو آهي) - ستارو - نجم. هڪ خيالي نحس تارو (جنهن لاءِ عام خيال آهي تہ جنهن طرف هوندو، ان طرف وڃڻ سان نقصان ٿيندو). اک جو تارو.

**تارا تَڪڻ:** انتظار ۾ اوجاڳو ڪرڻ.

**تارا ٽمڪائڻ:** اکيون ٽمڪائڻ (مايوسيءَ مان). نماڻائيءَ مان ڏسڻ.

**تارا ساوا ٿيڻ:** ڏچڻ. سخت تڪليف ۾ اچڻ.

**تارا ڦوٽارڻُ:** ڪاوڙ مان ڏسڻ - اکيون ڪڍڻ. ڪاوڙ مان گهور سان ڏسڻ.

**تارا ڳول ٿيڻ:** اکين جو بي نور ٿيڻ. بيمار ٿيڻ.

**تارو پُٺيرو ٿيڻ:** بخت جي ستاري جي پٺ ڏيڻ. بدبختي اچڻ.

**تارا ڪتيون:** آسماني گرهہ.

**تارا مَنڊل:** ذ. تارن ۽ برجن جي منڊل ۽ انهن جي آثارن جو حساب ڪتاب. تارن جو ميڙ.

**تارُو:** ص. جو پاڻيءَ ۾ ترڻ سگهي - ترڻ ڄاڻندڙ.

**تارُون:** ذ (سن: تالو) مٿي جي چوٽيءَ وارو ۽ وات جو اندريون مغز وارو حصو.

**تارُون هڻڻ:** اجايو مغز هڻڻ. بڪواس ڪرڻ.

**تارُونڙو:** ذ. پاڻيءَ جي مٿان تڪو ترندڙ هڪ جيت.

**تاري:** ث. پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ ٻانهن جو لامارو. ترڻ جو عمل. وسيلو. مدد - واهر.

**تاريءَ تڳڻ:** سهاري تي جيئڻ.

**تاري:** ث. طلب - يادگيري. مهرباني.

**تاريخ:** ث (ع: اَرخ) مهيني جو هڪ ڏينهن. ڏينهن - روز. مقرر ڏينهن. ڏهاڙي. ماضيءَ جي واقعن جي يادداشت. ماضيءَ جي گذريل واقعن بابت لکيل ڪتاب.

**تاريخ ٻولڻ:** ڏهاڙي ٻڌڻ - روز جي مزدوري مقرر ڪرڻ.

**تاريخ چاڙهڻ:** ڪاغذن تي تاريخ (Date) لکڻ - تاريخ وجهڻ.

**تاريخدان:** ذ. تاريخ (History) لکندڙ - مورخ - تاريخ نويس.

**تاريخوار:** ظ. تاريخ مطابق. روزانو سلسليوار.

**تاريخي:** ص. تاريخ سان نسبت رکندڙ - هسٽاريڪل.

**تاريخي يادگار:** ذ. تاريخ سان واسطو رکندڙ آثار ۽ نشان. مشهور واقعي جي يادگيريءَ طور قائم ٿيل نشان.

**تاريڪ:** ص (ف) اونداهو.

**تاريڪي:** ث (ف) اونداهي.

**تارِيل:** ث. سڙهہ جي دامن جي ڪاني (ٻيڙيءَ جو اوزار).

**تاڙَ:** ث. نظرداري - چوڪسي. جاچ. گهٽ - اُٻس. ڪمي - کوٽ. ڪجهيءَ جو وڻ.

**تاڙ ٽُوڙ:** ڳولها ڦولها. جاچ جوچ.

**تاڙ ڏيڻ:** گهٽجڻ - کٽڻ.

**تاڙ رکڻ:** نظرداري ڪرڻ - چوڪسي رکڻ.

**تاڙِ:** ذ. سخت ٿيل رسيءَ جو چار مٿل ننڍو واٽيل ڳوٿرو (ڏنگي اُٺ جي ٻوٿ تي ٻڌجي).

**تاڙُ:** ذ. تاڙي (هٿن جي). جهيڙو (زالن جو). ڇمات - لپاٽ.

**تاڙُ ٿپو:** ذ. زنانو جهيڙو. تاڙين سان ناچ. هنبوڇي.

**تاڙ چڙهڻ:** ٻوڙان جو اثر ٿيڻ - ڪنن تي تاڙيون چڙهڻ.

**تاڙ ڪائڻ:** تيز ڪاٽڻ (بندوق جي گوليءَ جو). گسي وڃڻ. وهڪرو بدلائڻ (درياءَ جو).

**تاڙ هڻڻ:** لپاٽ پري ڪڍڻ. گهڻو گوڙ ڪرڻ. طعنا مهڻا ڏيڻ (هڪٻئي کي).

**تاڙَڻُ، تاڙِڻُ:** م. تڪڻ. جاچڻ - نظر ۾ رکڻ.

**تاڙو:** ذ. تڙو - ڪلف. تاڪائين درکي اندران ڪاٺ جي تاڙي. نار جي هڪ ڪاني (جا ڪاڄڻ جي جهل جو ڪم ڏئي). ٻجاري جي ٻجڻ جو مُهڙو. پکيءَ جو هڪ قسم (مينهوڳيءَ جي مند ۾ ڏسبو آهي).

**تاڙو تنوارڻ:** تاڙي پکيءَ جو ٻولڻ (مينهن اچڻ جي نشاني).

**تاڙُو:** ص. گهور ڪندڙ - جاچيندڙ.

**تاڙي:** ث (سن: تَل) هٿ تي هٿ هڻڻ جو عمل. ٻن هٿن جو کڙڪاءُ. در کي اندران بند ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي پَٽِي. ڪجهيءَ جو رس يا کير. ڪجهيءَ جو گوشو.

**تاڙي جهيڙو:** زنانو جهيڙو.

**تاڙي هڻڻ:** پڪو انجام ڪرڻ. پڪو نهراءُ ڪرڻ.

**تاڙيون پَجڻ:** دَرپجڻ. ڏاڍائي ڪرڻ.

**تاڙُيون چڙهڻ:** ڪنن تي گهبراڻ چڙهڻ- ٻوڙا ٿيڻ.

**تاڙيون وڄائڻ:** خوشيءَ وچان يا شاباس ڏيڻ وقت تاڙيون وڄائڻ (خوار ڪرڻ وقت بہ ٺوڪ طور تاڙيون وڄائيون آهن).

**تازگي:** ث (ف) ساوڪ. تازائي. تَري- آلاڻ.

**تازو:** ص (ف: تازه) سائو. سرسبز. سَجو. خوش- چڱو ڀلو. (ث. تازي)

**تازو ڪرڻ:** حقي يا چلم کي پسائيءَ ڇڪڻ لاءِ تيار ڪرڻ.

**تازو توانو:** ص. چڱو ڀلو. نوبنو. تندرست.

**تازِي:** ذ (ع. ف) هڪ قسم جو عربي گهوڙو. هڪ قسم جو شڪاري ڪُتو. (ص) تکو ڊوڙندڙ.

**تازِين طورُ:** تازي گهوڙن جو لشڪر. تازي گهوڙن جا طبيلا.

**تازِيانو:** ذ (ف) چهبڪ.

**تاسَ:** ث. اُڃ. ڇِڪَ- ٻاڙَ. اُڪير- سِڪَ. ٻہ ونجاهہ پٽن جو مجموعو. سِڌائي- سَنوت.

**تاس وٺڻ:** زمين جي سنوت وٺڻ- زمين سندرڻ.

**تاسارو تاسِيارو:** ص. اُڃايل. (ث. تاسارِي- تاسِيارِي).

**تاسِجَڻُ:** اُڃائجڻ- اُڃو ٿيڻ.

**تاسِرو:** ذ (ع: طاس) ڪَنجهي جو لسي ترو ارو تراڪڙو وٽو.

**تاسِري:** ث. ڪنجهي جي تراڪڙي وَٽِي.

**تاسُّفُ:** ذ (ع) ڏُک- افسوس. پڇتاءُ- حسرت.

**تاسو:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم- سلڪ.

**تاسِيرو:** ص. پاسيرو. ترڇو (ڏَک. وارُ).

**تاسِيرو ڏيڻ:** ڪُهاڙيءَ جو پاسيرو ڏڪ هڻڻ.

**تاسِيسُ:** ث (ع) بنياد- پيڙهہ.

**تاسِيلو:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم- سُوسِي.

**تافتو:** ذ. ريشم مان اُتيل لسو ڪپڙو.

**تاقَ:** ث. ٿقيل ويڪري ماني. وڏو چيتو. تختو.

**تاقڙو:** ص. ويڪرو- موڪرو- تراڪڙو.

**تاقو:** ذ. ڪاٺ جو ٿلهو تختو. هرلي يا نار جي هڪ ڪاني (اهو تختو جو چڪر جي وچ ۾ پيل هجي).

**تاڪَ:** ث. تڪڻ جو عمل- نظر. ڳولا- تلاش.

**تاڪُ:** ذ. ٻيڙيءَ جي ٻہ چيلهہ لڳل دري- جارو.

**تاڪ ۾ هئڻ:** ڳولا ۾ هئڻ. ڄڃ يا نظر ۾ هئڻ. منتظر رهڻ.

**تاڪ:** تان جو. انهيءَ لاءِ تہ.

**تاڪجڻُ:** حيران ٿيڻ- ٿپ لڻ. هرا سجڻ.

**تاڪَڻُ، تاڪڻُ:** م. تڪڻ- جاچڻ. چست ڀڏڻ. نظر رکڻ. هڪ ٽڪ نهارڻ- گُهورڻ. ڳولڻ- تلاش ڪرڻ. (ع) طاق ڏيڻ. در بند ڪرڻ.

**تاڪَڻُ:** م. ترڪ ڪرڻ- ڇڏڻ. (شاهہ).

**تاڪُو:** ص. تاڪنو- تڪيندڙ. لوڀي- طمعي. شڪار لاءِ واجهائيندڙ.

**تاڪُون:** تڏهن کان- تڏهانکر. (شاهہ).

**تاڪُون لاڪُون:** انهي وقت يا زماني کان.

**تاڪِي:** ث (ع) دريءَ جو طاق. دري. تختي. ڪٽنيءَ لاءِ زمين جي ماپيل پٽي. ٽس جو هڪ پٽو. چم جي دَٻي (گيهہ. تيل وجهڻ لاءِ).

**تاڪيد، تاڪِيدُ:** ث (ع) حڪم- فرمان. ورجايل چوڻ. چتاءُ- تنبيهي هدايت.

**تاڪِيداً:** ظ. تاڪيد سان- تنبيهہ سان.

**تاڪيد ڪرڻ:** چتاءُ ڏيڻ. وري وري چئي زور وجهڻ. حڪم ڪرڻ.

**تاڪيد نامو:** ذ. حُڪم نامو. منع نامو. دٻ نامو.

**تاڪِيدي اَمر:** ضروريءِ سخت حڪم.

**تاڪِيو:** ذ. ڪپڙي جو ٿانُ.

**تاڪَ:** ث. پڪي پختي آزمودگار عورت- حرامڙي رَن.

**تاڪُ:** ص. چالاڪ. مشهور.

**تاڪڙو:** ص. تراڪڙو- تانگهو.

**تاڪَڻُ:** م. جفاڪشيءَ سان ڳولڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**تاگَاپو:** ذ. جيپو. گذران اَجهو.

**تاڳڻُ:** م. ڏاڍي سان ڳنڍڻ- ٽوپ ڏيڻ.

**تاڳو:** ذ. چيهہ- ڏنگ.

**تاڳِي:** ص. ڏاڍي سان سبيل.

**تالُ:** ذ (سن) ڳائڻ وڄائڻ جو وزن (سازن جي پوري وڄت سان). وڄت (سازجي). سازن جي لئي. ناچ جا گُر. هٿن جا ناٽ. مَڪر. نخرو. ڪيڏ- ڊونگ.

**تالَ پَخال:** ذ. نازنخرا. عذر بهانا.

**تال مُول گُم ڪرڻ:** حواس گُم ڪرڻ. وٽڙو ڪرڻ.

**تالرُ:** ص. تال ڪندڙ. نخريبز.

**تالابُ:** ذ (ف) تلاءُ.

**تالابِڻُ:** ص (ف: تہ و بالا) تباهہ برباد. حيران پريشان.

**تالانُ:** ص (ف) اجڙ- تباهہ. ويران.

**تالان والان ڪرڻ:** تباهہ ڪرڻ. حيران ڪرڻ.

**تالُبَندُ:** ذ. جمعءِ خرچ جو اُتارو. حساب ڪتاب جو اختصار.

**تال مَکانو:** ذ. هڪ قسم جو ٻسار ڪووڪر.

**تال مُول:** ذ.حواس-حوصلا.

**تال ميل:** ذ.اتفاق-بِدي.ميلاپ.نازانداز.

**تالو:** ذ.ڪلف-جَندو.

**تالور:** ذ.سيلابي ڍنڍ.تلاءُ.

**تالهڙو:** ص.تانگهو-تراڪڙو(ٿ نءُ).

**تالِي:** ٿ.چابي-ڪنجي.

**تالِيفَ:** ٿ(ع) جدا جدا ڪتابن جي انتخاب مان نهيل ڪتاب.

**تالِيف قُلوب:** ٿ.ماڻهن جي دلين کي گڏ ڪرڻ.الفت پيدا ڪرڻ.

**تالِيو:** ذ.ٻيڙيءَ جي ڪُوهي جو هڪ رسو.

**تامِ:** ص.گهڻو-تمام.(شاهه).

**تامُر:** ٿ.آنڊ مانڊ-هوراڪورا.

**تامُل:** ذ(ع) سوچ-ويچار.دير-ڍر.

**تان:** ظ(ف.تا) وقت جي حد تائين-نيٺ.تيستائين.تنهن وقت.تيئن. وٽان-ڪان.تڏهوءَ.پڻ ايجاب.

**تان تان:** تيستائين-اُن وقت تائين.

**تانَ:** ٿ (ف) ڳائڻ جي هڪ هنر جو نالو (راڳڻي مطابق سُرن جي سلسليوار لاهي چاڙهي وارو لهردار آواز). نڙيءَ يا تارُن منجهان هنيل پلٽو.

**تانتو:** ذ.تڪرار-معاملو.

**تانتو نہ ڇِڏڻ:** جند نہ ڇڏڻ.تڪرار ختم نہ ڪرڻ.

**تاندُورو:** ذ.تَندُ.تندو.ڪنهن وڻ ٻوٽي يا ول جو ڌاڳي مثل سنهڙو گوشو.

**تاندُورا ڪڍڻ:** پاڙون پٽڻ-ناس ڪرڻ.

**تانسِين:** ظ.تيستائين.تنهن هنڌ تائين.

**تانگھ:** ٿ.سِڪَ-اُڪير-اُڪنڊ.چِڪَ-ڪاڍو.گهرج-طلب. پاڻيءَ جي اونهائي.چيهه-پڄاڻي.

**تانگھ پَلڻ:** آسرو پلڻ-خيال لاهي ڇڏڻ.

**تانگھائڻُ:** م.اُڪيرجڻ-اُڪنڊجڻ.واجهائڻ.

**تانگھڻُ:** م.پاڻيءَ جو ترو لهڻ.تانگهي پاڻيءَ مان لنگهڻ.ڳولڻ. اُڪنڊجڻ.

**تانگھو:** ذ.ننڍو پاڻي ("تار" جو ضد).

**تانگھي ۾ ترڻ:** فضول محنت ڪرڻ.بيوقوفيءَ جو ڪم ڪرڻ.

**تانوَڻُ:** ذ.نقصان.ڏنڊ.چٽي.

**تانيث:** ٿ(ع) گرامر موجب جنس مؤنث اسمن جي علامت.

**تانَ:** ٿ.چِڪَ-تنڪ.سِڪَ.

**تانَ تُونَ:** ٿ.چِڪتاڻ.ڇاڇ جوڇ.

**تانُ:** ذ تاڃي.

**تاتائڻ:** م.اينگهائڻ.ٿڻائڻ.چِڪ چِڪان ڪرائڻ.

**تاتَڻُ:** م.چِڪڻ.وڏائڻ.ڊيگهه ڏيڻ.پکيڙڻ.چِڪي آڻڻ (پاڻ ڏِي). تڪڻ-ڏسڻ.اڳتي وڌڻ-هلڻ.

**تاتو:** ذ.ڪپهه جو تندو.تاڃيءَ جي ڪوٽ.

**تاتِي:** ظ.تائين.

**تاوانُ، تاوَنُ:** ذ.(ف) زبردستي مٿان پيل ڏنڊ-چٽي.ڏِل جو ڏنڊ.

**تاوِڙِي:** ٿ.تپت-تاءُ-ڪوساڻ.

**تاوَنَ:** ٿ(ف.تاوان) چٽي.نقصان-ڇيهو.تاوَن

**تاوَنَ پوڻ:** چٽي پوڻ.ڳچيءَ ۾ پوڻ.

**تاوِيلُ:** ذ(ع) ڪنهن ڳالهه يا جملي جو ظاهري مطلب ڇڏي،پنهنجي راءِ موجب ڪيل معنيٰ.شرح-سمجهاڻي.عذر-بهانو.

**تاهِري:** ٿ.ڳڙ ۾ رڌل مٺو ڀَتُ.

**تاهُو:** ص.تکو-تڪڙو.اڳ ۾ واڌائو.

**تاهُو تي وِجھڻ:** تِکو تکو اڳتي وڌي وڃڻ-تڪڙو تڪڙو نڪري وڃڻ.

**تاهُوتَ:** ٿ.تاڪيد.تڪڙ-جلدائي.

**تاهوت مچائڻ:** تڪڙ لائڻ.جلدائيءَ لاءِ زور ڀرڻ.

**تاءُ:** ذ(ف.تاب) سيڪُ-تؤُ(باهه جو).گرمائش.تابش.ڪاوڙ.

**تاءُ اچڻ:** سيڪ اچڻ.همدردي ٿيڻ.هڏ ڪُرڪڻ.ڪاوڙ اچڻ.

**تاءُ ڏيڻ:** مُڇن کي وٽ ڏيڻ-مُڇون وٽڻ.

**تاءُ نہ ڪرڻ:** تپش نہ ڪرڻ.جوش نہ ڏيکارڻ.

**تائِبُ:** ص(ع) خدا ڏانهن موٽندڙ.توبهه ڪندڙ.پڇتائيندڙ.گناهن جي معافي گهرندڙ.

**تائِتُ:** ذ(ع: تعويذ) تعويذ-قُل.ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (عموماً چانديءَ جو ٺهيل).

**تائُڙِي:** ٿ.سج جي تيزي-تپت-ڪاڙهو.

**تائِڻَ:** م.تپائڻ.گرم ڪرڻ.ستائڻ-آزارڻ.

**تائِڻ تپائڻ:** بيزار ڪرڻ.چيڙائڻ.تڪليف ڏيڻ.

**تائي ڪٽڻ:** بيزار ڪرڻ.تڪڙ ڪرڻ.تاهوت ٻڌڻ.

**تائِي توائِي:** ذ.تڪڙو.اُبهرو.

**تائِيدَ:** ٿ(ع) پٺڀرائي.حمايت-ٽيڪو.تصديق.

**تائِيد ايزدي:** خدائي مدد.

**تائِين:** ظ.توڙي-سوڌو.

**تَبُ، تَبو:** ذ(ع.طب) علاج.حيلو.

**تباخُ، تَباڪَ:** ٿ(ف:طباخ) نڪر جي ٻاٽ.

**تَبادلہ:** ذ(ع) بدل سدل. متاسٽا. ڏي وٺ. بدلي (ملازمت ۾).

**تَبارُ:** ذ (ف) خاندان- گهراڻو. قوم- ذات. نسل- اولاد. (ص) سڀاڳو-سڀڳورو.

**تَبارَڪُ:** ص (ع) برڪت وارو. برگزيدو. بزرگ. قرآن شريف جي هڪ سورة.

**تَباشيرُ:** ذ(ع) پسارڪي وکر جو هڪ قسم- طباشير.

**تَباهُ:** ص(ف) نابود- ناس- چٽ. ويران.

**تباه برباد:** اُجڙيل. هڄيل. هنيل مريل.

**تَباه حال:** ص. پريشان حال. ڏتڙيل. ڪنگال.

**تَباه ڪُن:** ص. برباد ڪندڙ- ناس ڪندڙ.

**تَباهِي:** ث. بربادي. سيڪجهنا مرتين.

**تبديلَ، تَبديلِي:** ث. صورت بدلائڻ. بدل سدل. مٽ سٽا. ڦيرگهير.

**تَبَرَ:** ث(ف) ڪهاڙي. وڏي ڦرواري ڪهاڙي.

**تَبَرا:** ث.(ع) بيزاري. ملامت.

**تَبَرُڪ:** ذ (ع) اُها شيءِ، جنهن ۾ برڪت هجڻ جو اعتقاد هجي. بزرگ يا مرشد کان مليل تحفو.

**تَبرڪاً:** ظ(ع) برڪت طور.

**تَبَرُڪاتُ:** ذ(ع) بزرگن جون نشانيون. درويشن کان تحفي طور مليل شيون.

**تَبسُمُ:** ذ(ع) چپن ۾ کلڻ- مرڪ- مشڪ.

**تَبصرو:** ذ (ع) ڪنهن مسئلي يا مضمون متعلق خيالن جو اظهار. مضمون يا ڪتاب تي ڏنل راءِ.

**تبصره نگار:** ص. تبصرو ڪندڙ- مبصر.

**تَبلي رَندو:** ذ. هڪ قسم جو گول منهن وارو رندو.

**تَبلِيغَ:** ث(ع) چڱي ڳالهه ٻين تائين پهچائڻ. ديني نيڪين جي پڌرائي. شريعت ۽ مذهب جي تلقين.

**تَبويب:** ث(ع) ڪتاب کي بابن ۾ ورهائڻ.

**تَتَ:** ذ (سن: تَتو) بنيادي حقيقت. حاصل مطلب. اختصار- خلاصو.

**تَت ڪڍڻ:** اختصار ڪرڻ. رازکولڻ. اصل حقيقت معلوم ڪرڻ.

**تت:** ظ. اُتي- اُن جاءِ تي.

**تتان:** ظ. تنهن هنڌ کان. اُتان- اُتان ئي.

**تَتَبعَ:** ذ(ع) پيروي- تقليد. ڪنهن شاعر جي غزل يا نظم جي پيران شعر جوڙڻ.

**تَتِپَرُ:** ص. هوشيار- ڪاريگر- ماهر. چالاڪ.

**تتر:** ذ. هڪ قسم جو مشهور پکي (ٻي قسم: ٻگڙو، اير ني. ڪارڙو).

**تَتر چڏائي وڃڻ:** غفلت سبب فائدي جهڙو موقعو هٿان مان وڃائڻ.

**تتربتر:** ٽڙيل پکڙيل- ڇڙوڇڙ.

**تِتر ڪرڙي:** ث. ننيڙن ننڍڙن ڪکرن جو جهڙ (جيڪي تتر جي پنيءَ وانگر ڏسجن).

**تَتڪالُ:** ظ. جهٽ پٽ- بنا دير. (ذ) بي بقا زمانو. زماني جي بي ثباتي.

**تَتڪرو:** ذ(سن) "الف- بي" وارتالن (حساب ڪتاب ۾) جي فهرست.

**تَتڪرا تورڻ:** مختلف جنسون هٿ ۾ جهلي تورڻ. عيب ويچارڻ.

**تَتَلُ:** ص. ڪوسو. گرم. ڪوڙيل.

**تَتمو:** ذ(ع) خاتمو. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ ضميمي طور وڌايل حصو.

**تتَن تاري:** ث. اُبهرائيءَ وارو مٿا ڇرو عمل.

**تَتو تاوڙُ:** تم تم تتل ڏينهن. تاڪ منجهند.

**تُتو پاڻي:** ذ. ٽڪو پاڻي. ڪنگهو پاڻي. بي سواد (کير. شربت وغيره).

**تتي تاءِ:** ظ. اُتي جو اُتي- هڪدم- جهٽ پٽ.

**تَتي تَڙي ڏيڻ:** يڪدم نوڏي ڪڍڻ- بيهڻ نه ڏيڻ.

**تَتي تَڌي:** ث. گرمي سردي. ڏک سک.

**تَتي تَڌي ڪاهڻ:** هرويل ڪوشش ڪرڻ.

**تَتيءَ ڪي تائڻ:** ڏکويل کي وڌيڪ ڏکوئڻ.

**تتي:** ظ. تنهن جاءِ تي. اُتي. ساڳئي هنڌ.

**تَٿ:** ث (سن) تاريخ- وار. مقرر ڏينهن. پڪل ڏينهن (شادي ۽ لاءِ)- ٿٽ.

**تٿُ:** ذ. منزل- ڏاڪو. پڇاڙي- نهايت حد.

**تَٿان پَٿان:** ذ. نٽ نٽاءُ- گس گساءُ. عذر بهانا. (ص) وائڙو- هڪو ٻڪو.

**تٿو:** ذ. پڙو (منڊيءَ جو).

**تُٿو:** ذ. ڪپڙ ٽڪيندڙ جيت جو هڪ قسم- چٿو.

**تَثليث:** ث(ع) الاهيت کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائڻ جو عقيدو (عيسائين ۾ خدا، حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ جبرئيل عليہ السلام. ۽ هندن ۾ برهما، شو ۽ وشنو).

**تَپُ:** ذ (سن) بخار- ٻرو. تپسيا- رياضت.

**تَپ ٻَڌڻ:** تپ کي ٻڌڻ جو سوڻ ڪرڻ.

**تَپُ چڙهڻ:** ٻرو چڙهڻ. سسني چڙهڻ. ڏپ وٺڻ.

**تَپ دِق:** ذ. ڦڦڙن جي خرابيءَ وارو تپ- سل جو تپ- T.B.

**تَپاچو:** ذ (ف: تمنچه) تمنچو- پستول.

**تَپاسَ:** ث (ع: تفحص) چڪاس. معائنو. غور ويچار.

**تَپاسڻُ:** م. چڪاسڻ. معائنو ڪرڻ پرکڻ. ويچارڻ.

**تَپاشو:** ذ. پتاشو (کنڊ مان ٺهيل مٺائي).

**تَپاڪُ:** ذ(ف) ولولو-گرمجوشي-اُتساهه.

**تَپاولي:** ث. عام ماڻهن ۾ تپ جي بيماري ("سرءَ" ۾ تپاولي عام ٿئي).

**تَپائڻُ:** م. تمام گهڻو گرم ڪرڻ- تئو ڏيڻ (باهه جو). تاءُ ڏيڻ. تنگ ڪرڻ. آزارڻ. خفي ڪرڻ.

**تَپائي ڪٺڻ:** آزار ٻارڻ. وري وري چوڻ. ڪڪ ڪرڻ.

**تَپَت:** ث. گرمي- تپش. تاوڙي.

**تَپجَڻُ:** م. تپجي پوڻ- ٻَرجي پوڻ.

**تَپرَسُ:** ذ. اچرج- حيرت.

**تَپسيا:** ث. (سن) رياضت (نفس کي مارڻ لاءِ).

**تَپسي:** ص. تپسيا ڪندڙ- رياضتي.

**تَپَش، تَپِش:** ث(ف) گرمي- حرارت. سج جي تاوڙي.

**تَپَشا:** ث. تپسيا- رياضت.

**تَپَڻُ:** م. گرم ٿيڻ (باهه يا اُس تي). ڪاوڙجڻ.

**تَپنو:** ص. جلد ڪاوڙجندڙ. چيڙاڪ.

**تَپِني:** ص. جلد تپندڙ شيءِ. جلد ڪاوڙجندڙ. (ث) باهه. ڏنب ڏيڻ لاءِ ڪا خاص تتل شيءِ يا لوهي اوزار.

**تَپِني تپائڻ:** پويان باهه ٻاري ڏيڻ. آزار مچائڻ. سک ڪرڻ نه ڏيڻ.

**تَپو:** ذ (ف: تپه) زرعي ڪاتي جي مقرر ايراضي (جنهن ۾ هڪ ڪان وڌيڪ ديهون شامل هونديون آهن).

**تَپيدارُ:** ذ. زرعي ڪاتي جو هڪ ملازم (جو تپي جي زمين جي داخلا رکي ۽ فصل جي ڍل وصول ڪري).

**تَپي باهه ٿيڻ:** تمام گهڻو گرم ٿيڻ. تمام گهڻو ڪاوڙجڻ.

**تَپيلُ:** ص. تتل. بخار ۾ ورتل- ٻريل.

**تَجَ:** ث. ٻسار ڪي وکر جو هڪ قسم- تيج ڪاني.

**تُجارُ:** ذ. (ع) وڏو واپاري. سوداگر. تونگر.

**تُجارپڻو:** ذ. گهڻو ڌن ۽ دولت- تونگري. واپار.

**تجارَتَ:** ث(ع) واپار. خريد فروخت. سوداگري.

**تجارت گاهه:** ذ. واپار جي جاءِ- مارڪيٽ.

**تجارتي:** ص. واپار جو- ڏي وٺ جو. واپاري.

**تجارتي مَنڊي:** ث. واپاري مرڪز- تجارت گاهه- مارڪيٽ.

**تجارتي هوائون:** ث. ڏيساور واپار لاءِ خاص ساموندي هوائون- سنائو واءُ.

**تُجاوُزُ:** ذ(ع) حد کان زياده واڌ. واڌارو- اضافو.

**تجاهُل:** ذ(ع) ڄاڻي واڻي اڻڄاڻائي. دانسته بيخبري- اغماز. پاڻ کي بيخبر ظاهر ڪرڻ.

**تجاهُل عارفانه:** ذ. علم بديع ۽ معاني جو اصطلاح. اڻڄاڻ بنجڻ بيخبري جو اظهار. ڄاڻي ٻجهي ڪَن لاتار.

**تَجديدَ:** ث(ع) ڪنهن رهيل ڪم. نظام يا تحريڪ کي وري اپارڻ نئين سر جيارڻ.

**تَجرَ:** ث(ف) زير زمين ٻُهرو (سامان يا ناتي رکڻ لاءِ). قبر جي مثار ڪليل اڏاوت- ڇتي.

**تَجرباتي:** ص. تجربي وارو- آزمائشي.

**تَجربو:** ذ(ع) ماهيت، اصول يا اثر معلوم ڪرڻ لاءِ آزمائش. پرک- آزمودو.

**تَجربيڪارُ:** ص. آزمودگار. ڄاڻو. هوشيار. ماهر.

**تَجربيگاهه:** ذ. تجربي جي جاءِ- ليبارٽري.

**تَجردُ:** ذ(ع) اڪيلو سر رهڻ واري حالت.

**تَجريدُ:** ث(ع) خلوت- اڪيلائي. ڇڙائي.

**تَجزيو:** ذ(ع) ورهاست- تقسيم (جزن جي). ذري پرزي جي، جاچ. ڇنڊڇاڻ.

**تجزياتي رپورٽ:** ث. تجزيو ڪيل لکت- جائزو.

**تَجسُسُ:** ذ(ع) ڪنهن لڪل ڳالهه جي جاچ- تلاش- جستجو- سُونهه.

**تَجلو:** ذ(ع: تَجلي) چمڪو- اُهاءُ. سُهائو. سو جهرو.

**تجلا ڏيکارڻ:** چمڪڻ. حسن ڏيکارڻ. هوشياري ڏيکارڻ.

**تَجلي:** ث(م) الاهي نور جي روشني. جلوو- نور. تجلو.

**تَجمُلُ:** ذ(ع) سينگار. شان شوڪت. دٻدٻو.

**تَجنيسَ:** ث(ع) هڪجهڙائي- مشابهت. علم بديع موجب جملي ۾ هم شڪل يا هم آواز لفظن جو استعمال.

**تَجَڻُ:** م. ڇڏڻ. تياڳڻ. ڪيرائڻ. ڇرڪڻ.

**تَجويدَ:** ث(ع) قرآن شريف جي قرئت جو هڪ فن.

**تَجويزَ:** ث(ع) رٿ- تدبير. راءِ- نهراءُ.

**تجويز پاس ڪرڻ:** نهراءُ بحال ڪرڻ.

**تَجهيزَ:** ث. ميت لاءِ ڪفن دفن جي تياري. ڪنوار لاءِ ڏاج جي تياري.

**تُچَ:** ث. ٿڻ ڀرڻ جي حالت. رَفو. اُٿت.

**تچَ:** ث. ڇلِ. کَلَ جو ٿورو ذرو.

**تُچ:** ص(سن) ٿورڙو ذرو- ننڍڙو ذرو. خسيس- ادني. گهٽ- ڪمتر.

**تچڻ:** م. زخمي ڪرڻ- تير يا نيزو هڻڻ.

**تچڻُ:** م. کل لاهڻ- ڇلڻ. تراشڻ.

**تَحائفُ:** ذ(ع) تُحفا- سَوکڙيون. سوغاتون.

**تَحتَ:** ذ(ع) هيٺيون حصو. تَرو. (ظ) هيٺان.

**تحتَ الثريٰ:** زمين جو هيٺيون طبقو. ستون دوزخ.

**تَحتَ اللفظ:** ذ. حرف بحرف لفظي ترجمو. شعر کي لس پڙهڻ.

**تحتاني حرف:** ذ. هيٺان نقطن وارا اکر (ب. ٻ. ڀ. پ وغيره).

**تَحرُڪ:** ذ (ع) حرڪت- چرپر. جنبش.

**تحرڪ ۾ اچڻ:** عملي طور حرڪت ۾ اچڻ. ڪنهن ڳالهه کي زور وٺائڻ.

**تَحرِيرَ:** ث (ع) ڪتابت. عبارت- مضمون. لکت.

**تحرير ڪرڻ:** لکڻ- قلمبند ڪرڻ.

**تَحرِيري:** ث. لکت وارو- لکيل.

**تَحرِيصَ:** ث (ع) حرص- لالچ.

**تَحرِيفَ:** ث (ع) ڪتاب ۾ ڦيرڦار.

**تَحرِيڪَ:** ث (ع) چرپر. هلچل. ڪنهن ڪم کي شروع ڪرڻ يا زور وٺائڻ جي ترغيب.

**تحريڪ عدم اعتماد:** پارليامينٽ ۾ حڪومت خلاف ووٽ.

**تَحرِيمَ:** ث (ع) نماز ۾ پهرين تڪبير جو نالو. منع. حرمت.

**تَحسِينَ:** ث (ع) ساراهه- واکاڻ. پسنديءَ خوشيءَ جي اظهار جا لفظ- آفرين- شاباس.

**تَحسِين جوڳو:** ص. تعريف لائق. پسنديءَ جهڙو.

**تَحصِيل:** ث (ع) حاصلات. تعليم جي تڪميل. ڍل جي وصولي.

**تَحصِينَ:** ث (ع) قلعي بندي. مضبوط حفاظت.

**تحفَظُ:** ذ (ع) بچاءُ- سنڀال- حفاظت.

**تحفظات:** ذ. انديشا- مطمئن نه هئڻ واري حالت.

**تُحفو:** ذ (ع) سوکڙي. سوغات. سوکڙي يا تبرڪ طور مليل نشاني.

**تَحقِيرَ:** ث (ع) ذلت- حقارت. نفرت.

**تَحقِيقَ:** ث (ع) اصليت معلوم ڪرڻ (ڪنهن واقعي يا شيءِ جي). ڳولا- جاچ. پڪ- يقين. (ظ) برابر- بيشڪ.

**تحقِيقَ:** صوفين وٽ سلوڪ جو هڪ درجو- تصوف ۾ هڪ منزل.

**تحقِيقات:** ث (ع) ڪنهن مسئلي جا معاملي بابت جاچ.

**تَحقِيقات ڪرڻ:** ڪنهن ڏوهه جي جاچ ڪرڻ. پڇا ڳاڇا ڪرڻ. واقعي جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ.

**تَحقِيقي:** ص. ثابت. پڪو. مستند.

**تَحلِيلَ:** ث (ع) حل ٿيڻ جي حالت. جزن جي ملڻ يا ذاتو جي ڳرڻ جي حالت. جذب ٿيڻ.

**تَحلِيل ڪرڻ:** ڳارڻ. حل ڪرڻ. هضم ڪرڻ. پچائڻ.

**تَحمَلُ:** ذ (ع) ڌيرج- صبر. سهپ.

**تَحوِيل:** ث (ع) حوالي ڪرڻ يا قبضي ۾ ڏيڻ جي حالت- سپردگي.

**تحوِيل ۾ وٺڻ:** قبضي ۾ ڪرڻ. گرفتار ڪرڻ.

**تَحَيُرُ:** ذ (ع) تعجب- حيراني. وائڙائپ.

**تَختُ:** ذ (ف) بادشاهه جي ويهڻ لاءِ مسند- گادي. صندل. پيڙهيءَ جو اڳيون پاسو.

**تخت بخت:** راڄ ڀاڳ. بادشاهي. عيش آرام.

**تخت تاراج ڪرڻ:** ڦٽائي ناس ڪرڻ- تباهه برباد ڪرڻ.

**تخت تاج:** ذ. باشاهي. اقتدار اعليٰ. راڄ جي پڳ.

**تخت پوش:** ذ. تخت جي مٿان وجهڻ يا وڇائڻ جو ڪپڙو.

**تختگاهُ:** ذ. گاديءَ جو هنڌ- راڄڌاني.

**تخت نشِين:** ص (ف) تخت تي ويهندڙ. بادشاهه- حاڪم.

**تخت نشِيني:** ث (ف) تاجپوشي. حڪومت.

**تخت يا تختو:** فتح يا موت. بادشاهي يا گدائي.

**تَختو:** ذ. ڪاٺ جو ويڪرو ۽ لسو پاٽيو. ڦرهو (غسل لاءِ). ڏر (ڪپڙي جو).

**تختا ڏيڻ:** ظلم ڪرڻ. چوريون ڪرڻ. ناس ڪرڻ. بيزار ڪرڻ.

**تختو تختو ڪرڻ:** جدا جدا ڪرڻ. ناس ڪرڻ.

**تختو ڪڍڻ:** ويساهه گهاتي ڪري دغا ڪرڻ.

**تَختِي:** ث. تختي جو ننڍڪر. پٽي- ڦرهي.

**تَخرِيب:** ث (ع) تباهي- بربادي.

**تَخرِيبي ڪارروائي:** ث. تباهي ڪندڙ عمل.

**تَخصِيصَ:** ث. تميز. خصوصيت.

**تَخفِيفَ:** ث (ع) ڪمي- گهٽتائي. ڇانڊ. ڪَتر.

**تَخَلصُ:** ذ (ع) شاعر جو مختصر نالو (جيڪو شعر ۾ نالي بدران ڪم اچي).

**تَخلِيق:** ث (ع) پيدا ڪرڻ جو عمل. خلق ڪرڻ. ناهپ- جوڙ.

**تُخَمُ:** ذ (ف) ٻج. نطفو. اولاد.

**تُخم ريزي:** ث (ف) ٻج هارڻ. ٻج ڇٽڻ.

**تُخمِي:** ص. اهو ٻوٽو، جيڪو ٿمي نه هجي.

**تَخمِينو:** ذ (ع) اندازو (ڳڻپ يا تور جو)- ڪٿ.

**تَخَيُلُ:** ذ (ع) خيال- تصور. سوچ ويچار.

**تَدارِڪو:** ذ. ٻلو- اُپاءُ- تدارڪ.

**تَدارُڪَ:** ذ (ع) ناجائز ڪم کي روڪڻ جو انتظام. اُپاءُ- ٻلو. بندوبست. عملي قدم (تلافيءَ طور).

**تدارڪ ڪرڻ:** ٻلو ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. تلافي ڪرڻ.

**تَدبُر:** ذ(ع) دوراندیشي- اڳ ويچار. حڪمت عملي.

**تَدبيرَ:** ث (ع) بندوبست. انتظام. اُپاءُ- تدارڪ. حيلو- حڪمت عملي.

**تَدرُوپُ:** ص. هڪ روپ- هڪ شڪل- هڪ رنگ.

**تَدرُوپ ٿيڻ:** يڪ رنگ ٿيڻ. جذب ٿيڻ.

**تَدرِيج:** ث(ع) درجيوار سلسلو.

**تَدرِيس:** ث(ع) سکيا- تعليم.

**تَدرِيسي:** ص. سکيا وارو- تعليمي.

**تَدفِينَ:** ث(ع) جنازو دفنائڻ- ڪفن دفن.

**تَدقِيقَ:** ث (ع) پوري غور سان جاچ- موشگافي. علمي تحقيق. ڳوڙهي سوچ سان معائنو.

**تَدوِينَ:** ث(ع) موادگڏ ڪري ڪتاب جوڙڻ جي ترڪيب- تاليف.

**تَڏَ:** ث(سن: تَدَ) چِڪ. مخالف زور جي چِڪَ.

**تَڏ ڏيڻُ:** ملهه ۾ آڏي هَٿ سان زور ڏيئي مخالف کي پاڻ کان پري جهلڻ.

**تَڏَ:** ث. ميدان- پونو. تڏي جي ڪِنار.

**تڏَ:** ث. هڪ قسم جو جيت (گهرو تڏ. وڻن جي تڏ. پوک جي تڏ).

**تَڏَ وانگر تيڪڻ:** لڳاتار دانهون ڪرڻ.

**تَڏپِڙي:** ث. تمام ننيڙي تڏ تمام ننيڙي شيءِ.

**تَڏُرَ:** ص. تڏ ڏيندڙ (ملهه). اَڙي ڪنڌ. آڪڙباز. هنيلو. وڏائي خور.

**تَڏَڻُ، تَڏڻُ:** م. تڏ. ڏيئي جهلڻ. چِڪي جهلڻ.

**تَڏو:** ڌڪَجيءَ يا ڦِيش جي ڦڙهن مان نهيل پَڙڇ- چِٽائِي. گهر.

**تڏاويڙه:** ث. گهر يا بستيءَ جي بربادي- گهتا موت.

**تڏو ڪنائڻ:** لڏائي چڏڻ. هڪالي ڪڍڻ.

**تڏو ڪِنو ڪرڻ:** مهمان يا گهر آيل ماڻهو سان خراب هلت ڪرڻ. پنهنجو ناموس ٻوڙڻ.

**تڏو لتاڙڻ:** خراب نيت سان ڪنهن گهر ۾ گهڙڻ.

**تَڏو وَسائڻ:** اباڻو گهر آباد ڪرڻ. اباڻو ڌنڌو اختيار ڪرڻ.

**تڏو ويڙهڻ:** لڏي وڃڻ- جاءِ ڇڏي هليو وڃڻ.

**تڏي تي اچڻ:** گهر اچڻ. مهمان ٿي اچڻ. معافي وٺڻ خاطر هلي اچڻ.

**تڏي تي ويهڻ:** فوتيءَ جي عذر خواهيءَ لاءِ پٿر تي ويهڻ.

**تَڏي جو ننگ:** عزازت جو شرم. پنهنجائپ جو لحاظ.

**تَڏائِي:** ص. تڏا ناهيندڙ- تڏن وارو.

**تڏو:** ذ. جيت جو هڪ قسم (تڏ کان وڏو).

**تَڏهانڪَر:** ظ. تنهن وقت کان وٺي- تڏهن کان.

**تَڏهِن، تڏهِين:** ظ(سن: تويہ) تنهن وقت- ان وقت.

**تَڏهوڪو:** ص. تنهن وقت جو- تڏهن جو- ان وقت جو.

**تَڏي:** ث. ننيڙو تڏو.

**تڏي:** ث تڏ. هينين چپ جي هيٺان (ڪاڏيءَ کان مٿي) وچ تي چِڏيل وار.

**تَذبذُب:** ذ(ع) ٻڏتر- فڪر ۽ ويچار.

**تَذڪرو:** ذ(ع: تذڪره) ذڪر- بيان. چؤپچو. يادگيري. سوانح عمري.

**تَذڪِير:** ث(ع) مذڪر هئڻ جي حالت. (ضد. تانيث).

**تَذلِيلَ:** ث(ع) ذلت. خواري. بيعزتي.

**تَر:** ص(ف) آلو- پُسيل. گِهميلُ. تازو. سٽيو.

**تَرُ:** ذ(سن: تل) ترو. پاڻيءَ جو هيٺيون ڏنگ (ڪوهه، واهه وغيره جو). تري وارو پاڳو. مٿاڇرو (زمين جو). آسپاس- پسگردائي. ڪپڙي جو ڊيگهه وارو پاسو ("بر" جو ضد). زمين سڌي ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو سينوَر.

**تَرُ ٻَڌڻ:** ٻيڙهه پڪي ڪرڻ. ترقي ڪرڻ. پئسو گڏ ڪرڻ.

**تَرُ ٿيڻ:** صفا سُڃ ٿيڻ. ڪوٺ ٿيڻ.

**تَر ڇڏڻ:** طاقت ڇڏڻ. ترهي جو درياءَ تي پوڻ.

**تَر لهڻ:** خبر چار وٺڻ. ترو جاچڻ.

**تِرُ:** ذ(سن: تِل) مشهور تيلي ٻج. بدن تي ڪارو داغ.

**تِر ٻوڙيندو:** ذ. ترن ۽ مٺاڻ مان نهيل مٺائيءَ جو لَڏون.

**تِر جيترو:** ذرڙو. تمام ٿورو.

**تِر سَنوان نہ ٿيڻ:** پورو داءُ نہ لڳڻ. اميد پوري نہ ٿيڻ.

**تِر مُگَ ڏار ڪرڻ:** قطع تعلقات ڪرڻ. صفائي ڪرڻ.

**تِرَ مَئِڻ، پِرڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ گهوٽ ڪنوار ترن جا ٻڪ پري مٿا سٽا ڪندا آهن).

**تُر:** ث. ڪورڪي ڪم ۾ اَٿيل ڪپڙي کي ويڙهڻ لاءِ چورس ڪاني.

**تُرابُ:** ث(ع) مِٽي- خاڪ.

**تَرار:** ث. تلوار- شمشير.

**ترار بازي:** تلوارن سان راند- شمشيرزني.

**ترار هيٺان لنگهائڻ:** مارڻ- قتل ڪرڻ.

**تُرارو، تُراڙو:** ذ. تارازيءَ جو وٽ- تورو.

**تُراڙي:** ث. ڪاڄ ڙرڪڻ لاءِ ننيڙو بيلهنگ.

**تَراز، تَرازُو:** ث(ع: طَراز) ننڍي هلڪي ٻيڙي.

**تَرازَڻُ:** م. چِلڻ- تراشڻ. تَرڻ (مڇي وغيره).

**تَرازُو:** ث(ف) ساهمي- تارازي.

**تراسَ:** ث(سن: تراسَه) ڊپ- خوف- ڀؤ.

**تَراشَ:** ث(ف) چِلڻ جو عمل. رَندي جي چِلَ.

تَراشَڻُ: م (ف: تراشيدن) چلڻ. گهڙڻ (قلم). رندو هڻڻ.
تَراشو: ذ. ڪاني يا قلم جون گهڙڻ مهل لٿل ڪنون - چِلَ.
تَراڪڙو: ص. تانگهو - تاسرو. (ث. تراڪڙي).
تَرانو: ذ (ف: تراند) ڳانو - نغمو.
تَرائو: ذ. ديڳ يا ڪُني جي تري کي ڏنل ليپو.
تَراويحُون: ث (ع) ويه رڪعتون نماز (جي رمضان شريف ۾ سومهڻي نماز ۾ فرض ڪان پوءِ پڙهجن).
تَرائڻُ: م. تيل يا گيهه ۾ بچارائڻ (طعام).
تَرائي تيل ڪرڻ: تمام گهڻو ترڻ. سخت سيڪ ڏيڻ.
تَرائي: ث. هيٺانهين زمين (جتي سم يا برسات جو پاڻي پوسل ڪري بيهي). درياءَ جي پرواري هيٺاهين زمين. وادي - ماٿري.
تُرائي: ث. آڏاتي جو هڪ اوزار.
تُربَت: ث (ع) قبر - بني.
تَربَند: ث. آلي پَٽي (جا زخم تي بڌ جي).
تَربُوزو: ذ (ف) چانهين - هندائو.
تَربيَت: ث (ع) ماحول کي سمجهڻ جي سکيا - تعليم. پرداخت - پرورش.
تربيت يافته: ص. سکيا ورتل. تعليم يافته.
تربيتي: ص. تربيت ڏيندڙ - سکيا وارو.
تَربِنگ: ذ. جهڪيل - نميل - وينل.
تَرياءُ: ذ. سَڌ سماءُ - خبرچار. آسپاس جي خبرچار. منجه - راز.
تَرياءُ لهڻ: خبرچارونڻ. سَڌ سماءُ لهڻ.
تُرتُ: ظ (سن) جهٽ پٽ. بنا دير.
ترتر: ث. آنڌ مانڌ. لوچ پوچ. اجائي اُٿ ويه.
ترتريو: ص. اجائي اُٿ ويه ڪندڙ. تڪڙو.
تَرتُولَ: ذ. هٿ ٺاٺ. فريب. ويساهه گهاتي.
تَرتيب: ث. (ع) درجيوار شين رکڻ جي حالت. سلسلو - سٿاءُ.
ترتيب ڏيڻ: سٿاءُ ۾ آڻڻ. سهيڙڻ - مرتب ڪرڻ.
تَرتيبوار: ص. سلسليوار - نمبروار. لاڳيتو.
تَرتيبي: ص. ترتيبوار - ترتيب ۾.
تَرتَجڻ: م. پيرن جا ترا زخمي ٿيڻ.
تُرپُ: ذ (انگ: ٽرمپ) تاس راند ۾ بول وارو رنگ - حڪم (پيسڪوٽ راند ۾).
تَرپال: ذ. هڪ قسم جو ٿلهو ڪپڙو. جنهن مان پاڻي اندر نه وڃي.
تَرجُمانُ: ص (ع) هڪ ٻولي جو مطلب ٻي ٻولي ۾ سمجهائيندڙ. ترجمو ڪندڙ. ٻئي جي طرفان ڳالهائيندڙ.
تَرجُماني: ث. هڪ ٻولي جي ٻي ٻولي ۾ سمجهاڻي - ترجمو.
ترجماني ڪرڻ: ٻئي جي خيالن جو اظهار ڪرڻ. ٻئي جي طرفان ڳالهائڻ.
تَرجُمو: ذ (ع) تحرير يا تقرير کي ٻي ٻولي ۾ آڻڻ.
ترجمي نگار: ص. ترجمو ڪندڙ - مترجم.
تَرجيح: ث (ع) برتري - فوقيت. ٻئي کان وڌ پسندي.
ترجيع بَند: ذ. شاعريءَ جي هڪ صنعت.
ترچائي: ث. سڌي نه هجڻ جي حالت. ٽوري ڏنگائي. ڪنڊائپ.
ترچڻ: م. چلڻ - تراشڻ. رندڻ.
ترچو: ص. پاسيرو - ڏنگو. ڪنڊائتو. (ث. ترچي).
تُرخان: اسم خاص. سنڌ جو هڪ حڪمران گهراڻو. جنهن ارغونن کان پوءِ خودمختيار حڪومت ڪئي.
تَردامني: ث. پلئه پُسيل هئڻ واري حالت. گنگهار هئڻ واري حالت.
تَرَدَد: ذ (ع) ٻڌتر - سوچ ويچار.
تَرَحُم: ذ (ع) ڪهل - قياس - رحم. مهرباني - شفقت. ٻاجه.
تَرديدَ: ث (ع) ڪنهن ڳالهه جو انڪار. رَدُ.
ترديد ڪرڻ: تحرير يا تقرير ۾ جا ڪا ڳالهه جو انڪار ڪرڻ.
تَرڙُ: ص. ننهن کان ڇوٽي ٿيائين (نا ڪارو. نياڳو).
تَرسُ: ذ (ف) ڊپ - ڀَو. رحم - قياس - ڪهل.
تَرس کائڻ: قياس ڪرڻ - ڪهل ڪرڻ.
ترسائڻُ: م. ترڪائڻ - رهائڻ. سيڙائڻ. رندائڻ - دير ڪرائڻ.
تَرسناڪُ: ص. خوف ڻتو - ڀوائتو.
تَرسَڻُ: م. رهڻ - ترڪڻ. دير ڪرڻ. ترس کائڻ - ڪهل ڪرڻ.
تَرسڻ: م. انتظار ڪرڻ. ماندو ٿيڻ.
تَرسوَند: ص. رحمدل - ٻاجهارو.
ترسيو: ص. اُجايل - اُجيو.
تُرش: ص (ف) کٽو (ڏائڻي ۾).
تُرش رو: ص. رُڪ منهون. بدمزاج.
ترشنا: ث. (سن) اُڃ - پياس.
ترشولَ: ذ (سن) ٽن ٿڪ ڻ واروپالو (هٿيار).
تُرشي: ث. کٽاڻ. سخت ڪلامي. سختي.
تَرغيبَ: ث (ع) رغبت. لالچ - حرص. شوق.
ترغيب ڏيڻ: آمادہ ڪرڻ. همٿائڻ. لالچائڻ.
ترقي: ث (ع) واڌارو. سڌارو. اضافو. چڙهو. اوج.

**پَڙ نانو:** ذ. ناني جو پيءُ.

**پَڙَڻُ:** م. برابر ٿيڻ- مَٽ ٿيڻ. هڪجيترو ٿيڻ (وزن ۾). پورو ٿيڻ (واعدو). وهنوار ٿيڻ (ڏيتي ليتي). حاصل ٿيڻ- پڙ پوڻ.

**پَڙَڻُ جهڙَڻُ:** لٽ پٽ ٿيڻ- آجا پاجا ٿيڻ.

**پُڙَڻُ:** م. پڄڻ. اُپڙڻ- غالب پوڻ. تڪميل کي رسڻ.

**پُڙِي نہ سگهڻ:** مقابلو نہ ڪري سگهڻ- پڄي نہ سگهڻ.

**پَڙو:** ذ. چيلهہ کان وٺي پيرن تائين ڍڪڻ جو خاص زنانو لباس (لسو يا چُڙيل، سماٽ عورتون ۽ جوڳيائيون سلوار مٿان اوڍين، ٿر ۾ زالون سُٿڻ بدران پڙو پائين، ڪڇ ۾ زالون ڳاڙهو پڙو پائين)- پيشگير.

**پَڙو پڪيڙڻ:** ويهي رهڻ. تعلق وڌائڻ. گهڻي ڪم ۾ هٿ وجهڻ.

**پِڙو:** ذ. شاديءَ ۾ گهوٽيتن طرفان ڪنوار لاءِ ونواه جو سامان- ڏاجو.

**پُڙو:** ذ. وڏي پُڙي. ڪاغذ ۾ ويڙهيل وڪرن جو پُڙو (خاص ڪري مٺائي سرهاڻ وغيره جو). پيڙيءَ جي پن جو ڳنو. ڪمند، يا ٻجي يہ تماڪ جي پوکہ ۽ فصل.

**پُڙو ڪڍڻ:** پنجين مهيني اوهہ ڪڍڻ (چوپائي جانور جو).

**پَڙوالَ:** ذ. اکين جي پلڪن اندر ڇاول وار (اکين جي هڪ بيماري).

**پَڙوسُ:** ذ (ھ) پاڙو- محلو.

**پَڙويلو:** ذ. پردو. ڏيڍي. اولو.

**پَڙهاڏو:** ذ. ناريا هُرلي جي کڏ- کوهاڏو.

**پَڙهائڻُ:** م. تعليم ڏيڻ. سبق ڏيڻ. ورغلائڻ. ڏتارڻ.

**پڙهائي:** ث. تعليم- سکيا.

**پَڙهڻُ:** م. تعليم وٺڻ. مطالعو ڪرڻ.

**پَڙهڻ پَروڙڻ:** پرائڻ- سکڻ.

**پَڙهڻ ڳَڙهڻ:** پڙهي قابل ٿيڻ. سِکي تيار ٿيڻ. تعليم سان گڏ تربيت بہ حاصل ڪرڻ.

**پَڙهٽي:** ث. پڙهڻ جو طريقو يا ڍنگ. دور- پيرو.

**پَڙهو:** ذ. ڪنهن حڪم، هدايت يا واقعي بابت دهل وڄائي ڪيل اعلان- ڍنڍورو- منادي.

**پَڙهو ڏيڻ:** ڍنڍورو ڏيڻ. وڏي واڪي سڀني کي ٻڌائڻ. ڳالهہ مشهور ڪرڻ.

**پَڙهيا:** ذ. اهي شيون جن تي ٽوٽا ٽوٽا ڦيٽا يا ڪامڻ ڪيل هجن (ڌاڳ. ڦَل وغيره).

**پَڙهيا وجهڻ:** ڪامڻ ڪرڻ. ٽوٽڻ ڦيٽڻ واريون شيون ڪارائڻ يا پيارڻ.

**پَڙهيل ڳَڙهيل:** ص. پڙهي پختو ٿيل. تعليم سان گڏ تربيت ورتل. آزمودگار.

**پَڙِي:** ث. اِيريءَ نَنڍڙي سُٿڻ. ننڍڙو پڙو.

**پَڙي ڦاڙائڻ:** بي آبروئي ڪرائڻ. عزت لهرائڻ.

**پِڙِي:** ث. مارڪيٽ يا بازار ۾ پَٽ تي شيون وڪڻڻ واري پاٿاري. گهورڙيي جي بينڪ وارو مقرر هنڌ. مقرر پاٿاري.

**پِڙيءَ تي چَٽ ڪرڻ:** اُتي جو اُتي ختم ڪرڻ- تڏي تي چٽ ڪرڻ.

**پُڙِي:** ث. ننڍڙو پُڙو (وڪرن جو). دوا- سُتي.

**پُڙِي ڏيڻ:** زهر جي پُڙي ڏيڻ (مارڻ لاءِ).

**پُڙِيڪو:** ذ. ننڍڙو پُڙو، جنهن ۾ ڪي شيون ويڙهيل هجن- پُڙي.

**پِسُ:** ذ. تازي ويامل ڍڳي، مينهن، ٻڪريءَ جو ويامڻ بعد پهرئين ڏينهن جو کير.

**پِسُ ٿيڻ:** رڌجي ڳري وڃڻ (ڪاڏو).

**پَسارُ:** ذ. دوا طور ڪم ايندڙ جڙيون ٻوٽيون (ٻن. گل وغيره). سَير- گهوم. چهل قدمي. هوا خوري.

**پَسار پَسارڻ:** سامان پکيڙي ويهڻ. سڀ ڪجهہ ظاهر ڪري رکڻ.

**پَسارُ ڪرڻ:** گهمڻ خاطر آهستي آهستي هلڻ- چهل قدمي ڪرڻ.

**پَسارَڻُ:** م. پکيڙڻ- کنڊيرڻ. اُپٽار ڪرڻ. ٽنگون ڊگهيون ڪرڻ.

**پَسارو:** ذ. ڏيکاءُ- نظارو.

**پَسارو ڪرڻ:** مشهور ٿيڻ- نالو ڪڍڻ.

**پَسارِي:** ص. پسار ڪو وکرو ڪندڙ (دڪاندار).

**پُساٺو:** ذ. رڪاوٽ. دير.

**پُساوڙو:** ذ. پسار ڪي وکرمان ٺهيل جُلاب.

**پَساهُ:** ذ. ساهہ- دم. ساهہ وارو حَسُ. جانورن رڌڻ جو هڪ طريقو- پَساءُ.

**پساهہ ڪٽڻ:** ساهہ ڪٽڻ- ٽڳڻ.

**پَسائڻُ:** م. ڏيکارڻ. نظارو ڪرائڻ.

**پَستُ:** ص (ف) هيٺ. جُهڪيل- نميل. ڪِريل- نيچ. خسيس.

**پَست خيالي:** ث. ڪميڻپ- نيچ خيال. ڪمتريءَ جو احساس.

**پَست فطرت:** ڪريل ذهنيت وارو- رذيل- ڪميڻو.

**پَست قَد:** ص. ننڍي قد وارو- بندرو.

**پَست همت:** ص. بزدل- ڊڄڻو- گيدي.

**پُست:** ث (ف: پوست) هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جو ٻج ڪسَ ڪسَ ۽ ڏوڏيءَ جو رس آفيم ٿئي)- گل لالہ جو ٻوٽو.

**پِستا:** ذ (ف) مشهور سُڪل ميوو.

**پِستائي:** ص. پستي مان ٺهيل (حلوو، مٺائي). پستي جي رنگ جهڙو

هلڪو سائو (رنگ).

**پستانُ:** ذ (ف) ٻبو-اُره.

**پُستَڪُ:** ذ (سن) ڪتاب. پوٿي.

**پُستَنگ:** ذ. گهوڙي جو هڪ سنج.

**پِستو:** ص. بندرو.

**پِستو ڪُتو:** ذ. ننڍي قد وارو وٿندڙ ڪُتو.

**پستولُ:** ذ (انگ) تمنچو-تپاچو.

**پَستي:** ث. هيٺاهين. ڪريل درجو-تنزل. رذالت.

**پُستي:** ث (ف: پشت) ڪچي پٽ جي پاڙ ڪي گاري وغيره جي ٽيڪ. گهوڙي يا گڏهه جي اِٽَ.

**پُستيون هڻڻ:** لتون هڻڻ. مستي ڪرڻ. ارڏايون ڪرڻ.

**پَسپا:** ص (ف) پويان پير. پوٺي (هڻڻ). پاڇ ڪاڌل (مقابلي يا لڙائي ۾).

**پَسپائي:** ث. پاڇ-شڪست.

**پَس پيش:** ظ (ف) اڳي پوءِ-آخر ڪار-نيٺ.

**پِسَرُ:** ذ (ف) پٽ-فرزند.

**پَسرائڻُ:** م. پکيڙڻ-ڦهلائڻ (پاتيٺ). پکهارڻ. چيڙائڻ-ريس ڏيارڻ.

**پَسرجي وڃڻ:** چڙي وڃڻ-ٿورو ناراض ٿي وڃڻ.

**پَسرڻُ:** م. پکڙڻ (پاتيٺ). ڦهلجڻ. پاتيٺ جو ڪنهن جسم ۾ سرايت ڪرڻ (جيئن مسچڻي ۾ مَس، وَٽَ ۾ تيل، ڪپڙي ۾ پاڻي). وِگهرڻ (ڏاتو). پوسرڻ (ڦٽ ڦرڙي). ڪُرڻ (زخم). ڪاوڙجڻ. وَهلور وڃڻ.

**پَسرو:** ص. پسرندڙ. جلد ڪاوڙجندڙ. خارکائيندڙ-حاسد.

**پَسگردائي:** ث (ف) چوڌاري-آسپاس. ويجهي ڇڪ-ٽَرُ.

**پَسماندَه:** ص (ف) پوئتي رهيل. پويان (اولاد. مائٽ). باقي رهيل. پٺتي پيل-غريب.

**پَسَند، پَسندي:** ث (ف) چاهت-وڻت. چُونڊ-ڏُونَ. مرضي-خواهش. رضامندي. (ص) وڻيل-چونڊيل.

**پَسنديده:** ص (ف) وڻيل- چونڊيل. قبول پيل. وڻڻ جوڳو. مرضي مطابق.

**پَسَڻَ:** ذ. اهڃاڻ-نشانيون. شگون-آثار.

**پَسَڻَ پوڻ:** اهڃاڻ لڳڻ. اِڳوات نشانيون محسوس ٿيڻ.

**پَسَڻُ:** م. ڏسڻ. نهارڻ-جاچڻ. ديدار ڪرڻ.

**پُسَڻُ:** م. پجڻ (پاڻي ۾). پاڻي پوڻ سان آلو ٿيڻ. آلودو ٿيڻ (گناهن ۾).

**پَسٽا:** پَسڻ ڪان-ڏسڻ سان.

**پَسُور:** ث. اوچتي سَنبت-سڌُ.

**پَسُوري:** ث (ف: پذيري) خصلت. نسلي اَڏَ-موروثي اثر. عادت.

**پَسُوري پڌري ڪرڻ:** اصليت ظاهر ڪرڻ. عيب اگهاڙا ڪرڻ.

**پَسُون:** ذ. تمام ننڍڙو ساهوارو. ننڍڙو جانور.

**پَسوئجڻ:** ٿڻ ۾ ڪيرا چڙ-سِگوئجڻ. ڪرونڊڙو ٿيڻ.

**پِسي:** ث. ڪنجهو (ڏاتو). ڪنجهي جو ٿانءُ (تراڪڙي ننڍي وٽي).

**پِسي:** ڪرڙ جا ڳاڙها گُلَ (ڏٿ طور رڌي کائجن).

**پَسين:** ص. پويون-آخري. جهونو.

**پَسينو:** ذ (ف: پسينه) پگهر.

**پُشت:** ث (ف) پُٺ. پُٺي. نسل-پيڙهي. ٽيڪ-حمايت.

**پُشت پَناه:** ص. مددگار-پرجهلو. حمايتي.

**پُشتان پُشت:** نسل در نسل. قديم زماني کان. هميشه کان.

**پُشتاره:** ذ. پُٺن تي کنيل بار-پُنارڪ. هَڙ-پَري.

**پَشتو، پَشتُو:** ث. پٺاڻن يا پختونن جي ٻولي.

**پُشتي:** ص. موروثي-خانداني.

**پُشتيونُ:** ص. پُٺيرائي ڪندڙ-حمايتي.

**پُشپُ:** ذ (سن) گُل-ڦُل.

**پَشمَ:** ث (ف) اُنَ (ڌوتل ۽ صاف). ريشم-پَٽُ.

**پَشمينو:** ذ (ف) پشم يا اُن مان ٺهيل ڪپڙو.

**پَشَنگُ:** ذ. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار (پٽ ۾ سوراخ ڪرڻ لاءِ).

**پَشوازُ، پيشوازُ:** ذ (ف) ناچ ۾ پائڻ لاءِ خاص قسم جو جامو.

**پِشوري:** ذ. ڪُڪڙ جو هڪ نسل (رنگ پيلو، قد ننڍو، ڪڙهور، وڏيون. ويڙهه ۾ پڪو).

**پِشي:** ث. ٻلي. پيشاب (ٻارڙي جو).

**پَشيمان:** ص (ف) پڇتاءُ وارو. پڇتائيندڙ. افسوس ڪندڙ.

**پَشيماني:** ث. پڇتاءُ-افسوس. ندامت.

**پُقاتُ:** ذ. پقي ۽ جو پٽ. (ث. پُقاتُ).

**پِقڙُ:** ذ. پقيءَ جو مڙس.

**پِقي:** ث. پيءُ جي ڀيڻ.

**پَڪ:** ث. پڪائي (واعدي. واپار ۾). خاطري-دلجاءِ. يقين-تصديق.

**پَڪ پَچائڻ:** پڪي صلاح ڪرڻ.

**پِڪَ:** ث. وات جو لعاب-ٿڪ-لَبُ. ٿُڪَ جو ذرو. ڏِڪ-سُرڪ (شراب جي). پيالي جو پڇاڙيءَ وارو ڏِڪ.

**پَڪا:** ذ. ڪرڙ جو پڪل ڦرُ.

پَڪا پيرُون: جهنگلي ميوو- ڏٿ.

پُڪار: ث.سڏ.آواز- صدا.هڪل.دانهن- فرياد.رڙ- ڪوڪَ.

پُڪار ڪرڻ: شڪايت ڪرڻ.فرياد ڪرڻ- رپورٽ ڪرڻ.

پُڪارڻُ، پُڪارڻُ: م.سڏڻ.هڪل ڪرڻ.دانهن- فرياد ڪرڻ. مدد لاءِ سڏڻ.هاءِ گهوڙا ڪرڻ.

پَڪاوَٽ: ذ.ڪاڙهو(دوا جو)- سَتي.

پَڪائي: ث.ڏاڍائي.پختگي.مضبوطي.ڏاهپ(خريد فروخت ۾). ڪفايت شعاري.ڪنجوسي.

پَڪ پٽُ: ث.وڏي پٽ- ڦرڙي.آرائي.

پَڪَ پَڪائي: ث.خاطريءَ تصديق.

پَڪرڻ: م.ڪتب آڻڻ.ڏکئي وقت ڪم آڻڻ.مدد ڪرڻ.پهچڻ- رَسڻ.

پَڪرڻ: م.هضم ٿيڻ.پچڻ.وت ۽ ڪرڻ.

پَڪريزُ: ذ.ڦٽ ڦرڙيءَ جي واڌ.پُونءِ واريون ڦرڙيون.چتو مَلو.

پَڪڙ: ث.گرفت.قبضو.واڍڪي يا لوهارڪي ڪم جو اوزار- انبوري.

پَڪڙَ پڃاڙ: ث.وٺ پڪڙ.ڳولها ڦولها.تفتيش.

پَڪڙ ڪرڻ: گرفت ڪرڻ.اعتراض ڪرڻ.غلطي جاچي وٺڻ.

پَڪڙَڻُ: م.جهلڻ- وٺڻ (هٿن سان). قابو ڪرڻ (اوزار سان). سوگهو ڪرڻ.مضبوطيءَ سان جهلڻ.گرفتار ڪرڻ (ڏوهي). غلطي معلوم ڪرڻ.

پَڪَلُ: ص. تئي دانگيءَ وغيره تي پچيل (ماني). ٿانون تي سيڪيل.رَسيل(ميوو).پچي ويل(ٿانو،سرون وغيره).

پڪنڪ: ث(انگ)گهر کان باهر ڪنهن تفريح واري هنڌ گهمڻ ۽ کائڻ پيئڻ.

پَڪو: ذ.ڏاڍو پَٽ- سخت زمين.ڏاڍي زمين وارو علائقو.درياءَ کان پراهين زمين (جتي پاڻي پهچي نه سگهي). جابلو علائقو.(ص) پڪل. سيڪيل. ڏاڍو- سخت. مضبوط- پختو. ثابت قدم (ارادي جو). اعتبار جوڳو. پڪيءَ عمر جو. ڪفايت شعار. ڪنجوس.ياد(سبق).پائدار(رنگ).(ث.پَڪي).

پڪو پختو: ص.ڏاڍو- مضبوط.اعتبار جوڳو.وڏيءَ عمر وارو.

پَڪو پوڙهو: ص.ڪامل سمجهه وارو.ڪرڙو ڏي.

پَڪي پير تي هئڻ: ڳالهه تي مضبوطيءَ سان قائم رهڻ.

پَڪي گهڙي ڪنا پوڻ: ناممڪن ڳالهه ٿيڻ.لاحاصل ڪوشش ٿيڻ.

پَڪيءَ تي خبرون پوڻ: آخر ۾ نتيجو ظاهر ٿيڻ.

پَڪي ڳنڍ ڏيڻ: ارادي تي اٽل رهڻ.

پَڪواز: ث.دولت.

پَڪوازي: ص.دولت وچائيندڙ- دولت نواز.

پَڪوانُ: ذ.گيهه يا تيل ۾ تريل ميدي جي ماني.

پَڪوڙو: ذ.بيسڻ ۽ مصالحي مان گيهه يا تيل ۾ تريل پورو.

پَڪي: ث.پَڪ.خاطري.وڃهوٽي راند ۾ کٽڻ.

پڪي ڪرڻ: راند ڪندي "پَڪي" جو لفظ ڏيان چوڻ- پَڪي ڪرڻ.

پَڪيءَ تي پوڻ: فقط فائدي وٺڻ لاءِ اچي حاضر ٿيڻ.نهيل نڪيل ڪم تي اچي رسڻ.

پَڪي پَڪائي: رڌي پَڪي- تيار ٿيل.

پَڪي وَٽ: ث.ريح جي اها حالت، جنهن ۾ مٿان زمين سڪل پر اندر آلي هجي.

پَکُ: ذ(سن: پَکش)ڪنپ.پَرُ(پکيءَ جو).قمري مهيني جو سهائو اونداهو اڌ.

پَکَ آجا ڪرڻ: وهنواري ڏيتي ليتيءَ کان آزاد ٿيڻ.پلئه آجا ڪرڻ.

پَک پاٽ: طرفداري- رياءُ- پاسو.

پَک پائڻ: حيلاهلائڻ.

پُکراجُ: ذ.اڇي يا زرد رنگ جو هيرو.

پکڙاندي: ث.ڪنيڙاٽي(پکيءَ جي).

پکڙجڻُ: م.ٽڙي پکڙي وڃڻ.چڙو چڙ ٿيڻ.

پکڙڻُ: م.چڙو چڙ ٿيڻ- منتشر ٿيڻ.ڪنڊرڻ.ڦهلجڻ(پٽ تي). وڇائجڻ(هنڌ بسترو).واڌکائڻ(جسم ۾).

پَکڙو: ذ.ننڍڙو پک.ڪنيڙو- جهوپڙي- مَنهن.

پَکڙي: ث.تترق سانن لاءِ ڪاٺ جي ڪوڙڪي.

پَکڻ: ث.تمام گهڻا پکي- جنس پکي.مينهوڳيءَ جي مند ۾ پيدا ٿيل اچن پرن سان ننڍڙا اڏامندڙ جيت (بيشمار ٿين ۽ رات جو روشنيءَ تي مڙن).

پکناندي: ث.ڪنيڙاٽي(پکيءَ جي)- پکڙاندي.

پَکو: ذ.ڪانن مان نهيل پتر.پکن مان اڏيل جهو.وچتو.

پَکو اڏڻ: ڪکائين لانديءَ نهڻ- رهڻش اختيار ڪرڻ.

پَکو اڏي ويهڻ: عورت جو بدپيشو ڪرڻ- کُلم کُلا فحش تي بيهڻ.

پَکي ڏَند پُسڻ: ٿوري برسات وَسڻ- سنهي بُوند وسڻ.

پُکو: ذ.ڀ گو- حصو.گهڻن ماڻهن مان ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جي ڪٽي جي ذريعي چوند.ڀاڱ- قسمت.

پُکو پوڻ: سامت چڙهڻ- ڀاڱ ورڻ.

پُکي پوڻ: قسمت ۾ لکجڻ.

**پَڪي:** ذ.پن ياڪنين وارو اڏامندڙ ساهوارو- پرندو.

**پَڪي تي وڃڻ:** اُڏامي وڃڻ.تمام تڪڙو هليو وڃڻ.

**پَڪي پَکڻ:** اُڏامندڙ ساهوارا.

**پَڪي:** ث.ننيڙو پکو (جُهڳي اڏڻ لاءِ).هَرن کان رهجي ويل زمين جو ٻارو.

**پَڪيڙَ:** ث. وڏاءَ- ڦهلاءَ. واڌ (ٻوٽي يا وڻ جي). ايراضيءَ جي پيمائش (ڊيگهه ويڪر جي ضرب اُپت)- ايراضي.

**پَڪيڙَڻُ:** ڇڙو ڇڙ ڪرڻ- مُنتشر ڪرڻ. ڪنڊيرڻ (شيون). وڏائڻ (ڪم). هُلائڻ (افواه. ڳالھ). وڇائڻ (هنڌ بسترو). سندرڻ (مٽي).

**پَڪيئڙو:** ذ.پکيءَ لاءِ پيار جو لفظ.

**پَڳَ:** ث. پٽڪو. گهر جي وڏي يا راڄ جي چڱي مڙس کي ٻڌايل پٽڪو. کوهه جي منهن تي زمين جي سنوت کان ٿورو مٿيري ٻڌل ريت.

**پَڳ ٻَڌائڻ:** پٽڪو ٻڌائڻ.عزت وارو بنائڻ.عزت جي هتڪ ڪرڻ.

**پڳ ٻڌڻ:** اڳوائيءَ جي ذميواري سنڀالڻ. ڪُڌن ڪمن سبب بدنام ٿيڻ.

**پَڳ جو پيچ پنهنجو هڻڻ:** سڀ ڪنهن جي ريت نرالي هئڻ.

**پَڳ لهڻ:** پٽڪو لهڻ- بيعزتي ٿيڻ.

**پَڳُ:** ذ.پير- قدم.

**پَڳُ پائڻ:** پيرپائڻ.هلڻ- وڃڻ.

**پَڳُ نہ لڳڻ:** پير نہ لڳڻ- پتو نشان نہ ٻوڻ.

**پَڳي:** ص.پيرو ڪنندڙ- پيري.

**پَڳاسَ:** ث.مڇيءَ جو هڪ قسم- منگرو- شارڪ.

**پَڳدارُ:** ص.پڳ ٻڌل چڱو مڙس (راڄ يا قوم جو).

**پَڳڙُ:** ذ.وڏي پڳ- وڏو پٽڪو.

**پَڳڙِي:** ث.ننڍي پڳ. خاص قسم جي اُچي ٽوپي، جيڪا واتيا مٿي تي پائين.

**پَڳڙي رُلائڻ:** ڪولحا ظ نہ رکڻ.

**پَڳڙيون:** ث. هندن ۾ فوتيءَ جي ٽئين ڏينهن فوتيءَ جي وارث کي پڳڙي ٻڌائڻ جي رسم.

**پَڳڙيون ٿيڻ:** نقصان وارو ڪم ٿيڻ.عزت ۽ مال برباد ٿيڻ.

**پڳڙيون ڪرڻ:** بدنام ڪرڻ.نقصان رسائڻ.ڏَئي ڇڏڻ.

**پَڳَ مَٽ (ياري):** ث.تمام گهاٽي دوستي.

**پَڳ مَٽ هُئڻ:** همسر هجڻ- پاڻ جهڙو هئڻ- جوڙ جيس هئڻ.

**پَڳَ وَرَ:** ذ.مٿي ۾ وارن جي گهنڊي (جيڪو بخت جي نشاني آهي).

**پَڳهُ:** ذ.ٻيڙيءَ کي ڪناري سان ٻڌڻ جو رسو.

**پَڳهُ ڪَٽڻ:** لنگر ڪٽڻ.ٻيڙيءَ کي ها ڪارڻ.روانو ٿيڻ.

**پَڳهڻُ:** م.ٻيڙيءَ کي رسي سان ڪَپ تي ڪِلي مُنيءَ سان ٻڌڻ. لنگر هڻڻ.ٻَڌڻ- قابو ڪرڻ.

**پَگهارُ، پگهارَ:** ذ. ث. ملازم کي هر مهيني جو مقرر اجورو- ماهياني اجرت- تنخواه.

**پَگهارَڻُ:** م.رِجائڻ (گيهه.مکڻ).ڳارڻ (ڌاتو.برف).رجائڻ.

**پَگهرُ:** ذ.گرمي،محنت يا دهشت کان جسم مان نڪتل پاڻي- پَسينو.

**پگهر نارڻ:** ساهي کٽڻ.ٿورو آرام ڪرڻ.

**پَگهر جو پورهيو:** پنهنجي محنت- حلال ڪمائي.

**پَگهر ۾ ٻُڏڻ:** پگهر جي وڃڻ.سخت پشيمان ٿيڻ.

**پَگهرائِڻُ:** م. پگهارڻ. سخت محنت ڪرائڻ (جنهن ۾ پگهر نڪري).هلاڪ ڪرڻ.

**پَگهرَڻُ:** م.رِجڻ (گيهه،مکڻ.جميل پاڻيٺ).ڳرڻ (ڌاتو).پگهر جڻ.

**پَلَ:** ث.جَهلَ- روڪ- منع.

**پَلِ:** ث.ڳاهه مان ناهيل ڇڪ.

**پَلُ:** ذ (سن) وقت جو ننڍي ۾ ننڍو ماڻ. اک ڇنڀڻ جيترو عرصو. پلڪ. گهڙيءَ جو سٺئون حصو (60 پل= هڪ گهڙي). ڪَن- ساعت.اَن رکڻ لاءِ وڏي پَلِي. صاف تڏو. جنهن تي شادي مراديءَ ۾ پِٽ ڍڳ ڪري رکجي. تلاءُ. ننڍو واهه- ڪڙيو. ٻنيءَ کي پاڻي رسائڻ واري ڪَسِي- اڏ.

**پَلُ پِرڻ:** ڏَئي ڇڏڻ.

**پَلُ وِجهڻ:** ٻير جا ڍنگهر وڍي هڪ هنڌ سٿڻ.

**پُلِ:** ث (ف) ڪنهن وهڪري مٿان اُڪرڻ لاءِ موري- ڦڙ.

**پِلاسُ:** ذ.هڪ لوهي اوزار- پَڪڙ.ولايتي ٽاٽ (ٿلهو ڪپڙو).

**پَلالُ:** ث (ف) سارين جا سُڪل تيلا- پراڙ.

**پَلالي:** ص.پلال کُٽيندڙ.مڪار- ڪُوڙو.

**پَلاندُ:** ذ. ڪپڙي جي ڪناري. پَلئُ- پاند. دامن- جهولي. ٻئي جي ذمي رهيل حساب (جنهن جو بدلو يا عيوض ونجي).

**پَلاند اجا ڪرڻ:** جند ڇڏائڻ- ڇوٽڪارو پائڻ.

**پَلاند ٻَڌڻ:** شاديءَ جي رسم موجب گهوٽ ۽ ڪنوار جا پلئہ ٻَڌڻ.

**پَلاند وَٺڻ:** بدلو وٺڻ- وهنوارو وٺڻ.

**پَلاند وجهڻ:** جهولي جهلڻ- سوال ڪرڻ.آزي ڪرڻ.منٿ ڪرڻ

**پَلاڻُ:** ذ (ف:پالان) چڙهيءَ وقت اٺ جي ٻُنيءَ تي رکيل تيڙ.

**پَلاڻَڻُ:** م.سَنجڻ (وهٽ کي).مسافريءَ تي وڃڻ جي تياري ڪرڻ.

**پُلاهُ، پُلاءُ:** ذ (ف) رڌل چانورن جو هڪ نمونو.مصالحا وجهي رڌل

چانور. گوشت. مڇي. پلي وغيره سان گڏ رڌل چانور (پلاءَ گهڻن قسمن جو ٿئي).

**پلاءَ پچائڻ:** اجايا پھ پچائڻ. وڏيون رٿون رٿڻ. خيالي منصوبا ناهڻ.

**پلاٽڻ:** م. شطرنج ۾ مهري کي چال ڏيڻ.

**پَلتار:** ذ. چوڪسي. مصيبت. پڇا.

**پَلتارڻ:** م. تلوار لاءِ چمڙيءَ جو ميان ناهڻ.

**پَلتر:** ث. برابري- مساوات. پوري تقسيم.

**پَلتو:** ذ. تلوار بازي.

**پلتو ڪائڻ:** يڪدم ڳالهه ٿاڻي ويڃڻ.

**پَلتيباز:** ص. پلٽي راند جو ماهر- تلوار باز. چالاڪ - حرفتي.

**پَلتي:** ث. گوڏا پيچي ويهڻ جو هڪ نمونو. جوتون پيچي ويهڻ واري سٽاءِ.

**پلتي مارڻ:** گوڏا پيچي ويهڻ.

**پَلٽ:** ث. اوت. اُٿل (پاڻيءَ جي). قيرو- موٽ. چڪر. تبديلي.

**پَلٽ ڪرڻ:** ڳارڻ- رجائڻ (ڌاتو).

**پَلٽائڻ:** م. پاڻي يا ڪنهن ٻيءَ پاڻياٺ کي اوتڻ. ڳريل ڌاتوءَ کي سانچي ۾ وجهڻ.

**پَلٽجڻ:** م. اُٿلڻ. هارجڻ (پاڻي). سانچي ۾ پوڻ (ڳريل ڌاتو).

**پَلٽجي پوڻ:** اُٿلي پوڻ (پاڻي، ماڻهو).

**پَلٽَڻ:** ث (انگ) پيادي فوج جو دستو. فوج- لشڪر.

**پَلٽَڻُ:** م. دلي يا ڪنهن ٻئي پيريل ٿانءُ مان پاڻي اوتڻ.

**پلٽو:** ذ. اُٿل. موٽ. قيرو. ڳائڻ ۾ سُرن جي خاص ادائگي (جنهن ۾ سُرن کي مختلف انداز سان هيٺ مٿي. ٻيتو چؤتو ڪري ادا ڪجي)- سُرن جي اُٿل پٿل واري هنرمندي.

**پلٽو ڪائڻ:** اُٿل ڪائڻ- موٽ ڪائڻ.

**پلٽو هڻڻ:** ٿان هڻڻ- ڪِهگهري هڻڻ.

**پَلپل:** ظ. گهڙيءَ گهڙيءَ- هر هر.

**پلپل:** ص. نرم- ڪُنئرو.

**پَلجڻ:** م. نيجڻ- تاتجڻ.

**پَلُر:** ذ. برسات جو پاڻي (ڳان جو تلاءُ). گاهه جو هڪ قسم.

**پلڙو:** ذ. ٻبر جي ٻجن جي ڦري.

**پلڙا چُوندائڻ:** حقير ڪم ونڻ. بد حواس ڪرڻ.

**پَلستَرُ:** ذ (انگ) ليپو- راڳو. دوا جو ليپ (زخم تي ٻڌڻ لاءِ).

**پَلستر هڻڻ:** لُچ هڻڻ- بدمعاش هڻڻ (وڏو ڪو پلستر آهين).

**پُلصراطَ:** ث. مسلمانن جي عقيدي موجب دوزخ جي مٿان نهيل پُل (جنهن تان نيڪ ماڻهو اُڪري بهشت ۾ ويندا).

**پَلڪُ، پَلڪُ:** ذ (ف) اک جي ڇپر وارو وار. ٿورڙو وقت. لحظو.

**پَلڪون نہ پُسڻ:** اکين ۾ پاڻي نہ اچڻ.

**پَلڪار:** ث (ف: پرگار) جاميٽريءَ جو هڪ اوزار (ماپ ڪرڻ يا گول ڪيڻ لاءِ).

**پلمبر:** ذ (انگ) نلڪا ناهيندڙ- نلڪن جي مرمت ڪندڙ مستري.

**پَلنگُ:** ذ. وڏي کٽ. ڇپرکٽ. (ف) چيتو.

**پَلنگ توڙ:** ص. سُست- ڪاهل- ٿوتي. امساڪ جي هڪ دوا. منٺائيءَ جو هڪ قسم.

**پَلنگ پوش:** ذ. پلنگ تي وڇائڻ جي چادر.

**پَلڻُ، پَلڻ:** م (سن: پَل) پري ڪرڻ- هٽائڻ- ٽارڻ. روڪڻ- جهلڻ. ڇڏڻ (عادت). پوري ڪرڻ (پاڙ. عادت).

**پَلو:** ذ. سنڌو درياءَ جي هڪ مشهور مڇي. جنهن جو خاص نالو 'پلو' آهي ۽ ڪيس مڇي نہ سڏبو آهي.

**پَلوار:** ظ. جلدي جلدي- جهٽ پٽ.

**پَلونگڙو:** ذ. ڪُتيءَ جو ٻچو.

**پَلوهڻ:** م. ڪوني اچڻ- سڏيا اچڻ. سنيرائي اچڻ.

**پَلويڙو:** ذ. گهر جي ٻاهرين پٽ. وڏي پٽ- عالم پناهه. دروازي جي آڏو ڏنل پٽ (جيئن سامهون در مان گهر ۾ نظر نہ پوي). گڏ جي چوڏاري آيل نندي پٽ. پرهيز وارين سوارين لاءِ گاڏيءَ جي ٻاهران ٻڌل پڙدو.

**پَلهُ:** اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو (اڪثر خيرپور طرف).

**پُلهائو:** ذ. ٻارڙي کي پيار ڪرڻ يا وندرائڻ جو گيت. ٻارڙن جي ساراهه ۽ کين دعا جو گيت (ڪنهن خاص موقعي تي). ٻارن جي سانن سوٽن وقت ڳالهن جا چيل ٻول.

**پَلئُہ:** ذ. چادر. پوتيءَ وغيره جو دامن. ڪپڙي جي ڪنارَ. پلاند- جهولي- دامن. اُتيل ٿان (ڪورڪو اصطلاح). بدلو.

**پَلئہ اَٽڪائڻ:** تعلق رکڻ. پاڻ اڙائڻ.

**پَلئہ پاڻهو ڪرڻ:** پاند آجو ڪرڻ- جند ڇڏائڻ.

**پَلئہ جهلڻ:** جهولي جهلڻ. فريد ڪرڻ. دعا گهرڻ.

**پَلئہ ڏيڻ:** بدلو ڏيڻ. وهنوار ڏيڻ. لانئن تي اچڻ وقت گهوٽ کي سنڌ سريين يا ماءُ جو پَلئہ ڏيڻ.

**پَلئہ ڪرڻ:** پلاند ڪرڻ- رهيل حساب چُڪائڻ.

**پَلئہ لڳڻ:** ٻنهه ۾ اچڻ- دامن لڳڻ.

**پَلي:** ث. اَن رکڻ لاءِ گُنديءَ وانگر مگر چوتيدار ٿئي يا لٺي جي ڇهن

جي اڏاوت. مٽرن جي وَلِ. چٽن ۽ مٽرن جا گوڻچ (سڪائي
يا جي ۽وانگر ڪم آڇن).

پَليءَ ۾ پَنُ هئڻ: پريو پاڳيو هئڻ. ڪارپت جهڙو هئڻ.

پلي: اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.

پُلي: ث (انگ) چرخي - ڪپي.

پليتُ: ذ (ف: پليد) ناپاڪ - نجس.

پليتي، پليتائي: ث. ناپاڪائي - نجاست.

پليتو: ذ (ف) ڪپه يا ڪپڙي جي وَٽ. ڏيئي جي وَٽ. وٽيل ڪاغذ يا ڪپڙي جي ڏوري. دعا منتر وغيره لکيل ڪاغذ (جيڪو سوَن لاءِ ساڙجي).

پليتو لائڻ: جهيڙو وجهائڻ. فساد برپا ڪرڻ.

پَليتڻُ: ذ. سڪل اٽو. جيڪو ماني پچائڻ وقت اٽي جي چاٽي سان ملائجي - آٽڻ.

پليٽَ: ث (انگ) ٿالهي - رڪيبي. وڏي ٿالهي (چيني يا شيشي جي).

پليٽ فارم: ذ (انگ) اوچائيءَ تي نهيل چبوترو (تقرير وغيره لاءِ). ريل گاڏيءَ ۾ چڙهڻ لاءِ اسٽيشن جو ٿلهو.

پليجا: اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.

پليدُ: ذ (ف) پليت - ناپاڪ.

پليگَ: ث (انگ) وچڙندڙ بيماري. وبا - طاعون.

پمپ: ذ (انگ) لوهي نَلُ. زمين مان پاڻي ڇڪي ڪڍڻ لاءِ هٿ سان هلائڻ جو نَلُ. (ٽيوب ۾) هوا ڀرڻ لاءِ پچڪاريءَ جهڙو اوزار.

پمفليٽ: ذ (انگ) پرچو. ننڍڙو ڪتاب.

پَن: ث. گاهه جو هڪ قسم (بينل پاڻيءَ ۾ اپڙي. بوٽن مان تڏا ٺونريون. پکا وغيره نهن. سنگن مان بوراني نهي).

پَنُ: ذ. پتو (وڻ بوٽي وغيره جو). پنکڙي (گل جي). لج پت - امانُ.

پَن رکڻ: ڍَڪ ڍڪڻ - پردو رکڻ.

پَن ڪٽڻ: پڌرو ڪرڻ. عيب اگهاڙڻ. خوار ڪرڻ.

پِن: ث. گدا - بِيکَ - خيرات. (انگ) ٽانچڻي.

پِن سِن: ث. پنڻ جو ڌنڌو - گداگري.

پِن منگ: ث. گداگري.

پَن: ذ. پنوڙو (ڳوهيل مٽيءَ جو). چاٽو (مکڻ جو).

پِن: ذ (انگ) ٽانچڻي - ٽانچڻي.

پُن: ذ (سن) خير جو ڪم - پُج. دان.

پُن ڪرڻ: خير جو ڪم ڪرڻ - ثواب ڪٽڻ. خيرات ڪرڻ.

پَنارُ: ذ. ٻيڙيءَ مان پاڻي ڪڍڻ جو سينارو.

پَنارو: ذ. پناهه وارو هنڌ. امانُ واري جاءِ.

پَناري پوڻ: سـمَ پوڻ. لڙهلڳڻ.

پَناهَ: ث (ف) امانَ - اجهو. بچاءُ - حفاظت. آڏ - جهل. پردو - ڍَڪ.

پَناهگيرُ: ص. اجهو وٺندڙ. ڪٿان لڏي آيل ۽ پناهه وٺندڙ.

پَنائتو: ص. سٺو - سهڻو - ڏيک ويک وارو - پني وارو.

پِنائڻُ: م. گدائي ڪرائڻ - بِيکَ وٺائڻ. (ڦري) فقير ڪرڻ. رُلائڻ. دربدر ڪرڻ. سيڪت ڏيڻ.

پَنبدارُ: ص. ڪپهه مان نهيل - ڪپهه وارو.

پَنبڪڻُ: م. خوش ٿيڻ. خوشيءَ مان ٻانهون اُڇلڻ. وڏائي ڪرڻ.

پَنبُڻ: ذ. چپر (اک جو) - پنجهڙ. پلڪ. ث. پنبڻي.

پَنبڻيون پير ڪرڻ: ڏاڍي سِڪ ۽ محبت و چاهه پنڌ ڪرڻ.

پَنبو: ذ. ڪنهن به جنس جو سُٺو اَنُ. خالص ڪڻڪ. ڪپهه جو پهو. ڪڪڙو.

پَنبو ڪڍڻ: جواب ڏيڻ. ڏيوالو ڪڍڻ.

پُنبو ڪرڻ: سڄو ڪرڻ - پالهو ڪرڻ.

پَنبي: ث. ناچ جو هڪ قسم. ٽپ ڪُڏ.

پنبيون هئڻ: تمام گهڻو خوش ٿيڻ.

پَنٿُ: ذ (سن) واٽ - رستو. هندن جو ڌرمي فرقو. ڌرمي مَتو.

پَنجَ: ذ. هڪ عدد (5).

پنج اَرڪانَ: ذ. مسلمانن جا پنج مذهبي فرض (ڪلمو. نماز. روزو. زڪواة ۽ حج).

پَنجَ تَتَ: ذ. پنج عناصر (هوا. باهه. پاڻي. مٽي ۽ آڪاس).

پَنج تَنَ: ذ. پنج متبرڪ هستيون (حضور پاڪ ﷺ. حضرت علي ع. حضرت فاطمہ رضہ. حضرت حَسن رضہ ۽ حضرت حُسين رضہ).

پَنجَ تُور: ذ. پنجن قسمن جي نشيدار شين جو مجموعو. نغارن يا نوبت جي وڄت.

پَنج رَقمي: ث. حسابن جو هڪ نمونو.

پَنج سَري: ث. ڌُهري (ڳه) جو هڪ قسم.

پَنجَ سَنجي: ث. گهوڙي کي سينگارڻ لاءِ سونَ يا چانديءَ جا پنج سنج (سينابند، جهابي سان طوق. ڳاني. مُڇي ۽ ڏنبچي).

پَنجَ ڪَٺي: ث. پنجن قسمن جو اَنُ يا اناج جا ٽورا داڻا (جيڪي خيرات ۾ در در تان ملن).

پَنج ڪَلياڻُ: ذ. اهو گهوڙو. جنهن جا چارئي سُنبَ ۽ مُنهن وارو ٽِڪو اڇا هجن - سهڻو گهوڙو.

پَنج ڪُندو: ذ. پنجن پاسن ۽ پنجن ڪُندن واري جاميٽري جي

هڪ شڪل.

**پُنج ڪُٺي:** ذ.پيرت جو هڪ نمونو- پنجن ڪُٺن وارو پيرت.

**پَنج ئي آڱريون برابر نہ هئڻ:** سڀ ماڻهو هڪجهڙا نہ هئڻ.

**پَنج ئي گيھ ۾ پوڻ:** سڀ سٺائي ٿيڻ- تمام گهڻو فائدو پوڻ.

**پُنجَ:** ث(سن) ڍڳ- ڍير- ڪوڙ- گهڻائي.

**پنجابُ:** اسم خاص. پاڪستان جو هڪ صوبو. (پنج= پنج +آب= پاڻي، يعني پنجن ندين وارو صوبو).

**پنجابِي:** ث.پنجاب جي ٻولي. (ص) پنجاب جو رهاڪو.

**پَنجادو:** ث.ٻنئي ءَ جو هڪ نمونو- راهڪي پاندي واري ٻنئي.

**پَنجاسِي:** ص.هڪ عدد- اَنَ ڏهاڪا ۽ پَنج ايڪا (85).

**پَنجانَوي:** ص.هڪ عدد- نَو ڏهاڪا ۽ پنج ايڪا (95).

**پَنجاهَ:** ص.پنجن ڏهاڪن وارو عدد (50)

**پَنجاه پادر لاهي هڻڻ:** تمام گهڻو بجڙو ڪرڻ.

**پَنجڙا:** ذ. جل ديوتا جي شان ۾ ناهيل گيت. اُڏيري لال جا گيت- لال جا پنجڙا.

**پَنجڙا ڳائڻ:** ڪجهہ حاصل نہ ٿيڻ. ماٺ ڪري ويهڻ.

**پَنجڙِي:** ث.ڍاري راند ۾ ڪنيل پنج داٽا. نندي ماتا- اُرڙي.

**پَنجٽيھَ:** ص.هڪ عدد- ٽي ڏهاڪا ۽ پنج ايڪا (35).

**پَنجَند:** ث. پنجن ندين جو گڏيل وهڪرو. پنجاب صوبي ۾ پنجن ندين (جهلم، چناب، راوي، ستلج ۽ بياس) جي مڻ وارو علائقو.

**پَنجو:** ذ(ف) هٿ پير جو آڱرين وارو حصو- چنبو.

**پَنجوت:** ث.پنجون حصو. محصول جو هڪ قسم..

**پَنجوڙُ:** ذ. جهنگلي جانور جي ڦاسائڻ لاءِ مچَ يا ڪاٻار جو ڄار.

**پَنجوڙِي:** ث. جانور جي پير کي ٻڌڻ لاءِ رسو يا چم جي وڌي.

**پَنجونجاهَ:** ص.هڪ عدد- پنج ڏهاڪا ۽ پنج ايڪا (55).

**پَنجُوڻ:** ث. چارپيرا وڏيڪ هئڻ جي حالت (ٻيڻ، ٽيڻ، چؤڻ، پنجوڻ).

**پَنجويھَ:** ص.هڪ عدد- ٻہ ڏهاڪا ۽ پنج ايڪا (25).

**پَنجهَتر:** ص.هڪ عدد- سَت ڏهاڪا ۽ پنج ايڪا (75).

**پَنجهَٺ:** ص.هڪ عدد- سَٺ ۽ پنج (65).

**پَنجيتاليھَ:** ص.هڪ عدد- چار ڏهاڪا ۽ پنج ايڪا (45).

**پَنجيرِي:** ث.ڏاٽن، اٽي، گيھ، کنڊ ۽ مغزيات مان ٺهيل خوراڪ- پوڳهڙو.

**پَنچُ، پَينچُ:** ذ(سن) هندن جي پنچات جو هڪ رڪن.

**پَنچاتَ، پَينچاتَ.** ث.پنجن ڄڻن جي جماعت (جا هندن جا نياءَ ڪري). پائيچاري.

**پَنچَرُ:** ذ(انگ) ٽُنگ- سوراخ.

**پَنچَرِي:** ث.ٻيلي ۾ چوپائي مال چَرڻ جو محصول.

**پَنچَم:** ذ(سن) علم موسيقي ءَ ۾ ستن سُرن جي سرگرم ۾ پنجين سُر (پا) جو نالو. هندول راڳ جي هڪ راڳڻي ءَ جو نالو.

**پَنچِي:** ذ.پکي- پرند.

**پَند، پَندَ:** ث(ف) نصيحت.

**پَندگو:** ص.نصيحت ڪندڙ. ناصح.

**پندارُ:** ذ(ف) خيال- ويچار. سوچ. راءِ. هَٺ- غرور. تَڪبرُ.

**پَندرهَن:** ص.هڪ عدد- پنج ۽ ڏهہ (15).

**پَندَ:** ذ(سن: پنٿ) رستو- واٽ- گس. مفاصلو. هلڻي- چال. (ظ) پيادو.

**پَندُ پُجڻ:** پارپتو پڄڻ. ڳولها ڦولها ڪرڻ.

**پَندَ پُورڻ:** پندَ تي ڪاھ ڪرڻ- تمام تڪڙو هلڻ.

**پَندَ پيرا:** مفاصلا ۽ پيرن جا نشان- ڪيل پندَ.

**پَندَ ڪَرجِي پوڻ:** چڙهي ءَ جي جانور جو پنهنجي چال بگاڙي ڇڏڻ.

**پَندُ ڪرڻ:** وري وري اچڻ وڃڻ (ڪم يا غرض لاءِ). گهڻو هلڻ.

**پَنڌڙِيو:** ص.پندَ ڪندڙ- پيرين پيادو- پيادل.

**پِنڊ:** ض.پاڻ- خود. سرير- جسم- بُت.

**پِنڊُ پَهَڻُ:** ذ.پٿر ٿي ويل جسم (جيڪو هزارين سال پاڻي ءَ ۾ رهڻ ڪري ٿيندو آهي).

**پَنڊتُ:** ذ (سن) ودياوان. پڙهيل برهمڻ. جوتشي. ڌرمي قانون جاڻندڙ. عقلمند- ڏاهو.

**پِنڊِ ڪَجُورَ:** ث.جهنگلي ڪجي ءَ جو وڻ.

**پِنڊو:** ذ. جسم- بُت. ڪجي ءَ جي ڦڙهن يا ڦيش مان ٺهيل وڏو ڇبو (ڪجور ۽ ٽماڪ رکڻ لاءِ).

**پِنڊو ٻڌڻ:** متارو ٿيڻ- ڏندو ٿيڻ (جانور خصوصاً گهوڙي جو).

**پِنڊا پرڻ:** سڪل ڪار ڪون ڇبڻ ۾ پرڻ.

**پِنڊِي:** ث. ڪنڪ جي ٿيلين مان ٺهيل ڇبي (مانين رکڻ لاءِ)- دَٻڪي.

**پَنرُ:** ص.پڻ وارو. (ذ) بصر جو هڪ قسم- پوڪ بصر.

**پُنَرِ:** ظ(سن) ٻيهر- دُوباره.

**پُنر جَنم:** ذ.ٻيو جنم- ٻي جوڻ- تناسخ.

**پُنرو:** اسم خاص. شاھ جي رسالي ۾ هڪ سورهيہ ڪردار- بداماٽي پنرو. (ص) سورهيہ- جهونجهار.

**پَنڙا:** ذ. ڪَنن ۾ پئڻ جو ڳهہ.

**پِنڪِي:** ث. جهوٽو (ننڊ جو). نشي جي حالت ۾ ننڊ جو خمار، اوجهراٽي.

**پِنڪيُون ڪائڻ:** اوجهراتيون ڪائڻ. ڳتيون ڪائڻ.

**پِنڪي ڪاڏو:** سُست-توتي.

**پَنڪُ:** ذ. ڪَنب. پَنَ. (ص) جڏو-پنگلو.

**پَنڪڙِي:** ث. گُل جو پَن.

**پَنڪو:** ذ. وِجنو-پڪو.

**پَنگَ:** ث. چِدِيرب.

**پُنگُ:** ذ. پاڻيءَ جو هڪ جيت-پونئرو.

**پَنگائڻ:** م. ڪاروارِي پاڻيءَ سان ڪپڙن کي مناڙڻ.

**پَنگتَ:** ث (سن) عام ماڻهو. جماعت- سماج.

**پَنگرجَڻُ:** م. پَسرجڻ- ڪاوڙجڻ (حسد مان).

**پَنگريو:** اسم خاص. بدين ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو. هڪ ذات جو نالو-پَنگريا.

**پِنگلو:** ص. منڊو. معذور. ڏائي پاسي واري هڪ ٽنگ ۽ ٻانهن کان معذور ماڻهو.

**پَنگو:** ذ. ڪَجيءَ جو گوشو (ڏونڪن سميت). (ص) سنهو. ڏٻرو. هيٺو.

**پنگهوڙو:** ذ. پينگهو.

**پِنَڻُ:** م. بيک وٺڻ- گَدائي ڪرڻ. منگڻ- گهرڻ (خيرات. دعا. سوال). هٿ ٽنگڻ. دردر سوال ڪرڻ.

**پِنِي پُوراڻِي ڪرڻ:** اُڌارِ سُڌارِ ونِي گهر جو گاڏو هلائڻ.

**پِنَتو:** ص. پينو فقير. منگتو. سوالي. (ث. پنتي).

**پَنو:** ذ. ڪاغذ. ورق. تَهُ (زمين جو). زمين جو ڪاتو. ويڪر- ٻرُ (ڪپڙي جو). سائي رنگ جو هيرو- زمرد.

**پَنا پڙهڻ:** ظاهري علم حاصل ڪرڻ.

**پَنا ڪارا ڪرڻ:** اجايو سجايو لکڻ.

**پَنو لهي وڃڻ:** ڄڀي تيڻ- منهن جو رنگ هارجڻ.

**پُنو:** فعل. پڳو. پوروٿيو. پهتو- رسيو. (ث. پُني).

**پَنوتري:** ث. فهرست. ڪتاب جي مُنڍ ۾ ڏنل مختصر حوالو.

**پنوڙو:** ذ. مِٽي. اَٽي وغيره جو چاٽو. ڳنڍو (آلي ءَ مِٽيءَ جو).

**پَنو عاقِل:** اسم خاص. سکر ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**پَنوهارُ:** ص. ٻڪريون يا رِڍون چاريندڙ- ٻڪرار- ريڍار.

**پِنهان:** ص (ف) لڪل- ڳجهو- مخفي.

**پَنهَنجو:** ض. منهنجو. اسانجو. عزيز- مائٽ. ذاتي- شخصي. (ث پنهنجي).

**پَنهنجو ڪرڻ:** دوست بنائڻ. سڳاوتي ڳنڍڻ.

**پَنهجاتِ، پَنهنجائپَ، پَنهنجائِي:** ث. مائٽي- عزازت. ڀائيچاري- برادري.

**پَنهنجو پَرايو:** ذ. دوست توڙي دشمن. مائٽ توڙي ڌاريو.

**پَنهنجا پُٽائڻ:** عزيزن کي بدنام ڪرڻ- وڏن جي بي عزتي ڪرائڻ.

**پَنهنجو مَٽ پاڻ:** يڪتا- يگانو (ڪنهن فن ۾). ناليوارو- نامي گرامي.

**پَنهنجو وَڙ سُڃاڻڻ:** پنهنجي لائقيءَ موجب هلت ڪرڻ.

**پَنهنجا هُجڻ:** مائٽ هئڻ- عزيز هئڻ. حمل جا ڏينهن پورا هئڻ- ويم تي هئڻ.

**پَنهنجِي پوڻ:** بدنيتيءَ جو بدلو ملڻ. مصيبت پوڻ.

**پَنهنجِي ناڙڻ:** فقط پنهنجي ئي فائدي جو ڪم ڪرڻ. فقط پنهنجي فائدي جي ڳالهه ڪرڻ.

**پنهنجي مُٽ ۾ ترڪڻ:** ڳالهه تي پورو نه اچڻ. پنهنجي ڳالهائڻ ۾ پاڻ ڦاسڻ.

**پنهنجي نالي هئڻ:** پڄنديءَ وارو هئڻ. يڪتا ۽ بي مثل هئڻ. خوددار هئڻ.

**پَنهوارُ:** ذ. جنهن وٽ ٻڪرين جو ڌڻ هجي. ٻڪريون چاريندڙ- ٻڪرار. پنوهار.

**پَنهوارِڪي پَت:** پنهوارن جي ريت رسم ۽ عزت.

**پَنهور:** اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.

**پُنهُون:** اسم خاص. مشهور عشقيه قصي "سَسئي- پنهون" جو ڪردار. ماڻهوءَ جو نالو. (ص) پيارو- محبوب.

**پَنهير:** ذ. لوڙهو- ڪنهڙو- حفاظت يا بچاءُ واري شيءِ.

**پَنهير وَل:** ذ. جهنگلي وَل جو هڪ قسم. جيڪا مزاج ۾ ٿڌي ٿئي (پينگ وانگر ان کي سُڪائي. ڪُٽي ان جو رس پيئجي).

**پَنهيڙو:** ص. واٽهڙو- مسافر. پيادو.

**پَنئُون:** ذ. واٽ- گس. نشان- اُهڃاڻ. چوپڙ راند جي ڳوٽ. ڀاري جو هڪ داءُ.

**پَنئُون ٻارهن ٿيڻ:** ڀاڳ ورڻ. سڀ ڪم سرانجام ٿيڻ. تمام گهڻو فائدو ٿيڻ.

**پَنئُون ڪڍڻ:** ڳالهه ڪجهه ظاهر ڪرڻ- اشارو ڪرڻ.

**پَنئُون سَٽ:** ظ. يڪدم- جهٽ پٽ- بنا دير.

**پَنِي:** ث. ٻوٽي جا ٻهريان گؤنچ. قلعي جو ورق (عموماً سگريٽ جي پاڪيٽ ۾ هوندو آهي). خاص قسم جو روغني پنو.

**پِنِي:** ث. گوڏيءَ ۽ مُريي جي وچ واري گوشت جي مُشڪ. ڄاڙون ءَ ٽي چاڙهيل چِپڙي. لُبڙِي. اک جي ڇپر جو اندريون پاسو.

**پني ٻوڙ:** ذ.تاڱهو- نندو (پاتي).

**پَنير:** ذ. هڪ ٻسارڪو وڪر. کيرُ يا ٻسُ مان ٺهيل هڪ کاڌو. سُکل ڏڌُ نرو.

**پنِ، پنُ:** ظ.ٻ-۽.ٻر- ليکن. اجان- وڌيڪ.

**پَنائڻ:** م.ٻچائڻ (ڪپه). عيبُ ڳڻائڻ. خوار ڪرڻ.

**پَنڻ:** م.ٻوڙڻ.هينو۽ٻيحال ڪرڻ.

**پَنڪَڻُ:** م.ٿوروروئڻ (ٻار). رسمي واروروئڻ.

**پَنهاري:** ث.کوهيا واهه تان پاڻي ڀري ايندڙ عورت.

**پَٽي:** ث.مٽي- خاڪ .ڌوڙ.

**پَٽيٽي:** ث.ڀهريون ٻيٺ- ڀهرئين ٻيٺ جو چاول ٻارُ.

**پَٽيو:** ذ.هرڪُ (ڪپڙو).

**پُوارِي:** ث.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وڪر. سارين ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو گاهه.

**پَوت:** ث.گهورُ (شادي۾ مڱڻهار يا حجم کي مليل). ناهُ- سلوڪ.

**پوتُ:** ذ.ننڍي پوتي.ٻوتڙو- ٿوال.

**پوتُ پَڌرو ڪرڻ:** اندر ظاهر ڪرڻ.عيب اگهاڙڻ.

**پوتارو:** ذ.ٻوچڻ- انگوچو- پوتڙو.

**پوتاميل:** ذ.واپار۾ جمع واصل جو ساليانو تفصيل.

**پوتاميل ٻَڌڻ:** پاڻ۾ ويهي صلاح مشورو ڪرڻ- منصوبو ٺاهڻ.

**پَوتَرُ:** ص(سن) پاڪ.صاف- بي داغ.

**پوتري:** ث. جَوَن جو هڪ قسم- جَئي.

**پوتڙو، پوتاڙو:** ذ. ننڍڙي ٻار جي هيٺان رکڻ لاءِ ڪپڙو.گوڏ جو ڪپڙو.ٿوالُ.

**پوتِي:** ث.رئو- گندي.اوڍڻي.

**پوتِي پائڻ:** بي همت ٿيڻ.ٻيڪار گهر۾ ويهڻ.

**پوتِي ڪَڇڻ:** همت ڏسڻ.غيرت جاڳڻ.آزمائڻ.

**پوتِي وجهڻ:** مڱڻي يا ڀڏري جي رسم ۾ ڪنوار کي پوتي ڍڪائڻ.

**پوتيُون چوڙڻ:** همت هارڻ.لڄ شرم ڇڏي ڏيڻ.

**پوتو:** ذ.ليپو- راڳو.ڇن جي ٻوڇي.

**پوتو ڏيڻ:** راڳو ڏيڻ- ليپو ڏيڻ.پينگ ڪرڻ.

**پوٿي:** ث. ڪتاب.هندن جو ڌرمي ڪتاب.ٽيپو.

**پوٿي پَٽڻ:** فال ڪڍڻ- ڳره جاچڻ.

**پوٿي ۾ پوڻ:** سڪرات ۾ هئڻ- مرتينگ هئڻ.

**پوٿاس:** ذ(انگ) بارودناهڻ۾ ڪم ايندڙمدو.

**پوتڙي:** ث. ڪپڙي جي ڳوٿري (ڪتابن وجهڻ لاءِ). ننڍڙي هڙ- ڳنڍڙي.

**پوٽو:** ذ.پُٽ جو پُٽ. (ث.پوٽي).

**پوٽا ڏوهٽا:** پُٽ ڌيءَ جو اولاد- پونئير.

**پوٽان:** ذ.پُٽ جو اولاد- پُٽ جي پِهائي.

**پُوٽو (پوٽرو):** ذ.پَڻ.پوٽي جا ڳوڻچ.

**پوٽيسُ:** ذ. رڌل اٽي يا دوائن جو ليپُ (جيڪو ڦٽ ڦرڙي يا سُور واري هنڌ تي ٻڌجي).

**پوٺو:** ذ.سنئون سڌو ميدان.غيرآبادزمين.

**پوٺو ڪرڻ:** ميدان ڪرڻ.ويران ڪرڻ.ڪُٽائي ڇڏڻ.

**پوٺي:** ص.بارڊوئيندڙ (وهٽ)- لاڏُو (اُٺ).سهي ويڃڻ لاءِ هيرايل.

**پوٺي ڪرڻ:** وَهُو ڪرڻ (جانور).مطيع يا فرمانبردار ڪرڻ (ماتهو).

**پوپُ:** ذ(انگ) وڏو پادري- عيسائي جو روحاني پيشوا.

**پُوپان:** ث.نخريلي عورت.

**پوپَٽُ:** ذ.ڪنيڙن وارو عام اُڏامندڙ جيت (رنگارنگي تمام سهڻو). پيرت جو هڪ قسم.

**پوپٽي:** ث.پُتلي- گڏي.

**پوپَٽيُون پڙهائڻ:** مشڪل آزمائش ۾ هٿ وجهڻ. ڏکيو ڪم سرانجام ڪرڻ.سختيون ڏيئي عاجز ڪرڻ.

**پوپري:** ث.پُتلي- گڏي (پتلين جي تماشي واري). اڳڙين يا اٽي مان ٺهيل بوتو (دوهه ڪرڻ لاءِ). هڪ قسم جي مڇي. ڪنڪ جو هڪ قسم.

**پوپو:** ذ. ڪاغذ جي ويڙهيل وَٽ. ڪاني جو ڳپ نڪتل ٽڪر. نم جا رڌل پَن (سوڄ واري هنڌ تي ٻڌڻ لاءِ). ٻڳل پَنگ (جا تمام گهٽونشو ڪري).

**پُوپُوري:** ث.توتاري- شرناءِ- بين.

**پُوڄ:** ص(ه) مانوارو- عزت وارو.بزرگ.

**پُوڄ:** ظ.جام- گهڻو- ججهو.تمام گهڻو.

**پوڄ پڙ:** ث.وٺ وڪڙ.

**پُوڄا:** ث.(سن) پرستش (هندن ۾). ميٽ.بندگي.

**پُوڄا پاٺ:** ث.ڌرمي پرستش جي رسم.

**پُوڄا ڏيڻ:** سيڪت ڏيڻ.

**پُوڄارو:** ص.پوڄيندڙ- پوڄاري.

**پُوڄاري:** ص.پوڄا ڪندڙ.معتقد.ميٽا وارو.

**پُوڄَڻ، پُوڄڻُ:** م.پوڄا ڪرڻ.ڌرمي ويساه موجب ميڻ.

**پوچاڙي، پوپاڙي:** ث.وڇيڻ جي مهل- نماشام.سج لهڻ کان اڳ وارو وقت.

**پوچ:** ذ.نسل.اولاد.ٽهي-پيڙهي.

**پوچَ:** ث.موتين پوئڻ يا مڙهت جو ڪم.

**پوچ، پچ:** ذ.ڪپڙي جو پاند- ڪپڙي ٽڪر.

**پوچار:** ث.خبرداري.سنڀال.دلاسو.

**پوچو:** ذ.پوچي.راڳو.ليپو.فرش صاف ڪرڻ جو ڪپڙو.

**پوچو ڏيڻ:** ليپو ڏيڻ.لئي مٿي ڪرڻ (معاملو).

**پوچو:** ص.جڏو- خراب.ڏنگو.ڪوجهو (ڪم).

**پوچي:** ث.ڇِن جو استر- سفيدي.

**پوچي ڦيرڻ:** چلڪائڻ.مٿائڻ- ميسارڻ.ڪئي ڪمائي ڪٽ ڪرڻ.

**پوچاندو:** ذ.ٻڇڙي.تر ۾ پٽ جو پڇاڙيءَ وارو حصو.ٻڇ واري لانڊ.

**پوچڙُ:** ذ.ٻچ وارو حصو.پڇاڙي.چيڙو.درياءَ ۾ چڪڻ ۽ سير جي وچ وارو حصو.

**پوڏو:** ص.تندرست- سگهو- ٿلهو متارو."پڪو" جي پٺيان ايندڙ لفظ"پڪو پوڏو".

**پوڊائو:** ص.نئين مال ملڪيت وارو ٿيل.تند مزاج.ترڙو.پوءِ ڊاوَل.

**پور:** ذ.خال.وڏو سوراخ (ڪاٺ ۾).ڪانيءَ تي اُڪريل چٽ (جنهن سان ڪپڙو چِرجي)- چِر جو نيو.اگر جي بن سنڌن جي وچ وارو حصو.ڪمند يا بانس جي بن سنڌن جي وچ وارو حصو-گِري.

**پُور:** ص."پورو" جو مخفف- هڪجيترو- برابر.

**پور وچوٽ:** ص.هڪ جيتري مناصلي واريون لڪيرون.

**پورُ:** ذ.(سن) خيال- ويچار.پڻه- ارادو.اُدمو.جهوري- ڳڻتي.لهر- موج (منَ جي).زور (جوانيءَ جو).آر (وهڪري جو).چاڙهه (پاڻيءَ جو).بيڙيءَ جو هڪ گهمرو (اوراڙ يا پراڙ وجڻ جو). پٽ تي سِرن يا گاري جو هڪ دور.پراءَ جو پٽجهو.بياني ۾ هڪ ئي واري ۾ آيل ڏنگهر.لوڙهي تي ڏنگهرن جو هڪڙو دور.سڳ (مينهن جو).شهر.ڳوٺ.وَسئڻ- پُر (مثلا.شڪارپور.دولت پور).(ف) پُٽ- بيٽو.(ص) پريل- تر- ٽب.

**پور پرائڻ:** ويچارن ۾ پوڻ.سورپرائڻ.

**پور پوڻ:** خيال اچڻ.پود ڪيا چڻ.دشمني ٿيڻ.جهيڙو ٿيڻ.

**پور وجهڻ:** جهيڙو ڪرڻ.اجايو تنگ ڪرڻ.

**پور هڻڻ:** بن سان گهيٽن جو وڙهڻ وقت چوٽ ڪري ٽڪرون هڻڻ.

**پورالو:** ص.پورن وارو- موجي.سودائي.(ث.پورالي).

**پوراف:** ث.ٽن سالن جي اٺ.جُهور پوڙهي عورت.

**پورا مهينا:** ويم جو وقت ويجهو هئڻ جي حالت- حمل جو ناتوڙ ۽ ڏهون مهينو.

**پورائو:** ڪوٽ يا ڪمي جي پورت.تڪميل.سرانجامي.

**پورائي:** ث.پورائو.

**پورائي پنائي:** ث.وچٽرائي- اعتدال.

**پورائي سورائي:** ث.چڪي تاتي پورت ڪرڻ واري حالت.

**پورب:** ذ (سن: پُورو) اوپر- اُپرندو- مشرق.اُپرندي جي هوا (جيڪا چؤماسي ۾ لڳي).شاهه جي رسالي جي هڪ سُر جو نالو."سريراڳ" جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**پوربي ڏوريو:** ذ.ڪپڙي جو هڪ قسم- ململ.

**پوربيو:** ص.پورب جو رهاڪو- مشرقي.فقيرن جو هڪ گروهه- پوربيا.(شاهه جو رسالو)

**پورت:** ث.پورائو.

**پورٽ:** ث(انگ) بندرگاهه- بندر.

**پورٽريٽ:** ذ(انگ) وڏي تصوير.

**پور پٽ:** ث.پورڻ ۽ پٽڻ (اکيون).اکيون چنڀڻ.

**پورجڻ:** م.بند ٿيڻ.ڍڪجڻ (کڏ ۾).دفن ٿيڻ.

**پور ڪُندي:** ث.سهڻن ۽ گول وريل سڱن واري مينهن.

**پورنماسي:** ث (سن) پورو چنڊ- چوڏهينءَ جو چنڊ.چوڏهينءَ جي رات.

**پورڻ، پُورڻ:** م.کڏ ۾ وجهي مٿان مٽي ورائڻ.لٽڻ (زمين ۾).دَٻ ڪرڻ.بند ڪرڻ (در).ڍڪڻ (مال).قيد ڪرڻ.ٻوٽڻ (اکيون).هلڻ- پنڌ پوڻ.هاڪارڻ (بيڙي).

**پورتا:** ث.مڪمل يا ثابت هئڻ جي حالت- سالميت.تڪميل.

**پورتو:** ذ.لوهي ڏوئلو- ڪنگير.ڪرن لڪڻ جو هڪ نمونو.

**پورو:** ص.اندران خالي.(ضد.نهرو).

**پورو هڏو:** اپرو- ضعيف.

**پورو:** ص.سچو- ثابت.سالم- مڪمل.سارو- سڀ.درست- نيڪ.نهڪيل- ڪپ.ضرورت آهر.سُهائيندو- موافق.مناسب- جوڳو.رڏل (ڪم ۾).ختم.چٽ- ناس.(ث.پُوري).

**پورو پنو:** ص.مناسب.گهرج آهر.معتدل.

**پورو دَم:** ذ.ٻيهڪ جي هڪ نشاني- فل اسٽاپ.

**پورو سورو:** عام رواجي- معمولي.

**پورو ڪرڻ:** مڪمل ڪرڻ.ختم ڪرڻ.ماري ڇڏڻ.

**پوريون ڪرڻ:** سڀ طرح ڪوششون ڪرڻ. سڀ حيلا هلائڻ.

**پورهيتُ:** ص. پورهيو ڪندڙ- ڪاسبي. محنت مزوري ڪندڙ.

**پورهيو:** ذ. محنت مزوري. ڪسب. ڪشالو.

**پورهيو ڪارهيو:** ذ. ڪم ڪار. ڌنڌو ڌاڙي. محنت مزوري.

**پُوري:** ث. گيهه يا تيل ۾ تريل ميدي جو ڦلڪو.

**پُوري:** گهرج جي پُورائي- پُورت.

**پُوريا:** ث. مارِوا ٺاٺ جو (ڇهه سُر آروهيءَ ۾ ڇهه سُر امروهيءَ ۾ ڪتب ايندڙ) جو آڌيءَ رات جوڳ تو ويندو آهي.

**پَوڙُ:** ذ. مينهن ڪي پيرن ۾ ٻڌڻ جو رسو.

**پوڙهپڻ:** ذ. وڏي عمر- پيري.

**پوڙهو:** ص. وڏيءَ عمر جو پير سن- ٻڍو. (ث. پوڙهي).

**پوڙهو ٻَڪو:** ذ. وڏيءَ عمر جوءِ جهاندبدو. (پوڙهي ٻڪي).

**پَوڙي:** ث. ڏاڪو. ڏاڪڻ جو هڪ ڏاڪو.

**پوز:** ذ (انگ) مصنوعي انداز (تصوير ڪڍائڻ دوران).

**پُوزُ:** ذ (ف) ٻُوٿ- واتُ (گهوڙي جو).

**پُوز بند ڪرڻ:** سرڪش گهوڙي جو ٻُوٿ رسي سان ٻڌڻ.

**پُوز چاڙهڻ:** سيکت ڏيڻ. سخت دڙڪا ڏيڻ. وڏي تهمت ٻڌڻ.

**پُوزڪي:** ث. ڏنو- دلاسو- ڪوڙي تسلي.

**پوز مالُ:** ذ. نعل هڻڻ وقت گهوڙي جي منهن تي ٻڌڻ جو رسو.

**پُوزي:** ث (ف) لغام سان گڏ نوڙي يا وڏي جيڪا گهوڙي جي وات مٿان اچي.

**پُوزيون هڻڻ:** هٽڪارون ڪرڻ. ٻٽا ڪون هڻڻ. خرمستي ڪرڻ.

**پوزيشن:** ث (انگ) حيثيت. درجو. حالت.

**پوزيشن هولڊر:** ذ (انگ) امتحان ۾ نمايان ڪاميابي ماڻيندڙ.

**پوست:** ث (ف) چمڙي- کَلَ.

**پوستين:** ث (ف) کَل مان ٺهيل ڪوٽ.

**پوسٽ:** ث (انگ) خط- چٺي. عهدو.

**پوسٽ آفيس:** ث. ٽپال گهر- ڊاڪخانو.

**پوسٽ ماستر:** ذ. پوسٽ آفيس جو وڏو عملدار.

**پوسٽ مئن:** ذ. ٽپالي.

**پوسٽرُ:** ذ (انگ) وڏي ڪاغذ تي ڇپيل اشتهار.

**پوسٽ گريجوئيٽ:** ذ. (انگ) ماسٽر ڊگري حاصل ڪيل (M.A).

**پوسٽ مارٽم:** ذ (انگ) لاش جو طبي معائنو.

**پوسِر:** ث. ساڙ- ڪام. حسد. چڙ- ڪاوڙ. خارش (زخم ۾).

**پوسِرڻُ:** م. ساڙو ٿيڻ (زخم يا ڦٽ ۾). خارش ٿيڻ (ڦٽ ۾). جلڻ- ڪامڻ (اندر ۾). حسد ڪرڻ- خارڪائڻ. بغض ۾ سڙڻ.

**پوسَلِ:** ث. آلي زمين (پاڻي. گهم يا سمَ جي ڪري). پُسيل زمين. آلاڻ- نمي.

**پوسلِي:** ذ. پوسل واري زمين تي رهڻ ڪري ٿيندڙ بخار.

**پوسَڻُ:** م. تارڻ- نپائڻ. "پالڻ" جي پٺيان ايندڙ لفظ. "پالڻ پوسڻ" = پرورش ڪرڻ.

**پوسو:** ذ. پاڻيءَ جو زيان- هارويڙ. فصل کي وڌيڪ پاڻي ڏيڻ جي حالت.

**پُوش:** ذ (ف) پهرڻ جو ڪپڙو- لباس. ڍَڪ- غلاف. (ص) ڍڪيندڙ- پائيندڙ (چمڙا پوش. سفيد پوش وغيره).

**پوشاڪَ:** ث (ف) پائڻ جا ڪپڙا- لباس. وڳو.

**پوشاڪي:** ص. پوشاڪ جو شوقين.

**پوش پوش:** ندا. پاسي پاسي! پري پري! چتاءُ جو آواز (تہ پري ٿيو).

**پوشيدائي:** ث. صفائي. نرملتا. نزاڪت.

**پوشيدگِي:** ث (ف) لِڪَ. ڍڪيل هئڻ جي حالت. صفائي سُهٽائي (ڪپڙي لٽي ۾).

**پوشيَل:** ص. پوش چڙهيل- ڍڪيل.

**پوشيدهَ:** ص (ف) لڪل- ڳجهو- مخفي. ڍڪيل. نفيس- نازڪ (عادتن ۽ ڪپڙي لٽي ۾).

**پوڪَ:** ث. ٻج وجهڻ (ٻني ۾). ٻني- فصل. کيتي.

**پوڪَ پوکڻُ:** نيڪيءَ جو ڪم ڪرڻ. ڪنهن سان ڀلائيءَ جو قدم کڻڻ. نيڪ يا بد عمل ڪرڻ. پوڪ ڪرڻ.

**پوکجڻ:** پوک ٿيڻ. آباد ٿيڻ.

**پوکَڻُ، پوکِڻُ:** م. ٻج وجهڻ- ٻج ڇٽڻ. پوک ڪرڻ- فصل وجهڻ- ٻني ڪرڻ.

**پوکِڻي:** ث. پوکڻ جو نمونو.

**پوکِي:** ث. پوڪ- فصل.

**پوکِي راهِي:** ث. پوکءَ ان جي حفاظت لاءِ جوڌاري آيل واڙ. ٻني ٻارو. هلندي پڄندي- اثر رسوخ.

**پولُ:** ذ. ڪنهن بہ شيءِ جو پوپيون حصو- پولهہ. ڏونگو. (انگ) ٿنڀو.

**پول پڌرا ڪرڻ:** راز ظاهر ڪرڻ- عيب کولڻ.

**پولارُ:** ذ. پوڙ- خال. زمين ۽ آسمان جو درمياني حصو- خلا.

**پولڙو:** ذ. اَٽ. گڏهہ وغيرہ جو ننڍو ٿو.

**پولڙي:** ث. رڍ ٻڪريءَ جي ڦولڙي.

**پولڙيون ڪٿائڻ:** بي عزتيءَ جهڙو ڪم ونڻ. نيچ ڪم ڪرائڻ. تڪليف ڏيڻ. بڇڙو ڪرڻ.

**پولنگ:** ث (انگ) ووٽ ڏيڻ لاءِ عوام جو ڪنهن خاص هنڌ گڏ ٿيڻ.

**پولو:** ص. پورو- خالي. سڪتو- ٺلهو. نرم- ڪنئرو. هلڪو.

**پولو:** ذ (انگ) راند جو هڪ قسم. جيڪا گهوڙي تي چڙهي کيڏجي.

**پولهه:** ذ. پڇيون پڇ وارو حصو.

**پولهه اوڳر:** ذ. ٽيڪ جو مرض- پُرڪَ.

**پُوليسَ:** ث (انگ) امن امان رکندڙ سرڪاري عملو- سپاهَ.

**پوليس ٿاڻو:** ذ. پوليس جي رهڻ جو هنڌ- چونڪي- گهاٽ.

**پُوليس وارو:** ذ. سپاهي.

**پَوَن:** ث (سن) هوا- واءُ.

**پَوَن چَڪي:** ث. هوا جي زور تي هلندڙ جانده.

**پُونبلو:** ذ. بنا چلرن جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**پُونجي:** ث. اصل رقم- مُوڙي. ناڻو- سرمايو.

**پُونجار:** ث. پُجڙي. چوٽي.

**پُونجو:** ذ. پڇاڙيءَ جي رهت. بچت.

**پُونجيارا:** پونجيءَ وارا- موڙيءَ وارا. (شاهه).

**پَونچِي:** ث. هڪ ڳهه (ٻانهن ۾ ٻڌڻ لاءِ چانديءَ يا سونَ جي پَٽِي). ڪُتِي جو روايتي نالو.

**پَوَنسارُ:** ذ. ٽاچيءَ جي اندر پيل ٻـ ڪانيون. جي ڪڏيءَ ۾ پير ڪوڙن سان بدل هونديون آهن.

**پُونگَ:** ث. سَنهابچا (جيتن. جانور جا).

**پُونگرجَڻ:** م. ڪاوڙجڻ- ڦوساٽجڻ.

**پُونگڙو:** ذ. ڪُتي يا ٻليءَ جو ٻچو.

**پونم، پُونو:** ذ. چوڏهينءَ جو چنڊ.

**پُونءِ:** ث. ڦٽ ڦرڙيءَ جو ڳاڙو.

**پُونٽرو:** ذ. پاٽيءَ جو جيت.

**پونيَرُ:** ذ. اولاد. نسل- پيڙهي.

**پَوَڻُ:** م. ڳهڙڻ. داخل ٿيڻ- اندر وڃڻ. ليٽڻ. ڍهڻ- ڪِرڻ (مٿان). اچڻ- نازل ٿيڻ.

**پَوَڻُ:** ذ. جانورن کي ڦاسائڻ لاءِ زمين ۾ کوٽيل کڏو.

**پَوَٺائي:** ث. اڻپورائي- ڪَمي. مَنائي. هيٺائي. بيماري- اڳهائي.

**پوٺَڻُ:** م. وڃائڻ- ضايع ڪرڻ. صفت ۾ ڏيڻ.

**پَوَٺو:** ذ. مَنو. اڻپورو.

**پَوَٺو پوڻ:** ڪمزور ٿيڻ- هيٺو ٿيڻ (بيماريءَ ۾).

**پُوني:** ث. ڪپهه جو ٻڙو (جنهن مان سُٽ ڪتجي).

**پوئيون پڌريون ڪرڻ:** ڌرو پرزو ظاهر ڪري ڏيڻ- پيد ڪولڻ.

**پوٺياڻي:** پوٺين ناهڻ لاءِ ڪاني ءَ يا لوهه جو خاص ٺڪر.

**پوهُ:** ذ. سنبت سال جو ڏهون مهينو.

**پوهِڻ:** م. چِلهه جي تَرَ واري ڪوسي ڪِر يا چارَ ۾ پچائڻ (بصر. انبڙي. واڱڻ. پٽاٽو وغيره).

**پوءِ:** ظ. بعد- پڇاتا. بعد ۾. ٿورو دير سان. پويانِ. پڇاڙيءَ جو. آخر ڪار- نيٺ.

**پوءِ پَرينهن ڪرڻ:** ٽٽائڻ- گوٽنات ڪرڻ.

**پوءِ پَرو:** ظ. ٿورو پوئتي. پٺتي. ٿورو دير سان.

**پوءِ ڏائو، پوءِ ڏايو:** ص. اهو ماڻهو. جيڪو ابي ڏاڏي کان غريب هجي پر پاڻ اوچتو شاهوڪار ٿي وڃي (اهڙو ماڻهو طبيعت ۾ هلڪڙو. بدمزاج. مِهڻي خورءِ بي مروت ٿئي).

**پوئر:** ص. پٺي لڳندڙ. پنيرو. يا جو ڪڙ اولاد- نسل- پونير.

**پوئلگُ:** ص. پيروي ڪندڙ- مقلد.

**پوئواري:** ث. سنڀالءِ يادگيري. سارسنڀال- پرگهور. پيروي تقليد.

**پُوئِڻُ:** م. سورا خدار شيءِ ۾ ڌاڳو وجهڻ. وِنڊيل مڻين مٺڪن کي ڌاڳي ۾ ڳنڊڻ- ڳُتڻ. ڪاغذن کي سلسلي ۾ رکڻ لاءِ سوراخ ڪري ڌاڳو وجهڻ.

**پُوئو:** ذ. ڪاچ ۾ آيل ڇاڇين کان مليل رقم- پَهتُ يا پاهُت.

**پوئِي:** ذ. خوشبودار گاهه جو هڪ قسم. ڪاڪوس- پُئي.

**پوئين:** ص. پٺ واري. پڇاڙيءَ واري. (ث) پڇاڙيءَ واري مَلهه.

**پوئين مَهَل:** ث. اَسُر جو وقت- پرڀات- ڀيڄ ڀِني.

**پويارُ:** ص. پوئواري ڪندڙ- مددگار.

**پويان:** ظ. پٺيان. پٺ ۾. بعد- کان پوءِ. پٺتي- پڇاڙيءَ ۾. پوئلگ. ڳولائو- ڳهورو.

**پويان پَساهَ:** ذ. زندگيءَ جون آخري گهڙيون- سڪرات جو وقت- آخري دم.

**پويان پوڻ:** پٺ وٺڻ- تعاقب ڪرڻ. پيڇو ڪرڻ. پٺيان لڳڻ.

**پويان پير ڪرڻ:** پوئتي هٽڻ. شڪست کائڻ. ڀڄي وڃڻ. بيوفا ٿيڻ.

**پويون:** ظ. پڇاڙيءَ وارو- آخري. پٺيون. گذريل (وقت).

**پويون پَهرُ:** ذ. رات جو پڇاڙيءَ وارو وقت- سحر- اَسُر. عمر جو آخري وقت.

**پوئين پيرين ڦِرڻ:** واپس ورڻ- موٽ کائڻ. شڪست کائڻ. ڀڄي وڃڻ.

**پَهه:** ذ. پَهو. پُور- خيال- ارادو. صلاح- رِٿ.

**پَهه پَچار:** ث. صلاح مصلحت- اظهار خيال.

**پَھ پوڙ:** پارسَجائين- پتو ڪڍڻ.

**پَھ پچائڻ:** خيالي رٿون رٿڻ. منصوبا ٺاهڻ.

**پَھاڄ، پَھاڄَ:** ث. بي عورت. مڙس جي هڪ زال هوندي بي زال.

**پَھاچِيو:** پهه جي ۾ ٿيندڙ حسد يا ساڙ. دشمني- ويرِ- ساڙ- حسد.

**پُھاڏ:** ث. اولاد- نسل- پيڙهي.

**پَھار:** ث. گهوڙي جو هڪ مرض- بوئين پير جو مَنو.

**پَھارڻ:** م. اندرو جهڻ- گهيڙڻ- لنگهائڻ.

**پَھاڙُ:** ذ. جبل- ڪوه- ڏونگر.

**پَھاڙ ٽُٽي پوڻ:** آفت يا مصيبت مٿان ڪڙڪڻ.

**پَھاڙِي:** ص. جبل جو- جبي- جبلو. ڪوهستاني. (ث) هڪ راڳڻي. بلاول ٺاٺ جو راڳ (ست سُر آروهي ۽ ست سُر امروهي ۾ ڪتب ايندڙ) جو هر وقت ڳايو ويندو آهي.

**پَھاڪو:** ذ. ڪنهن خاص واقعي جو ٿورن لفظن ۾ اشارو (مثلاً: جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي قنڌاران جوکم).

**پَھاڳُ:** ذ. ميلاپ- وصال. پيار وارو پيرچاڻ.

**پهانئون:** ظ. ٿورو پوئتي. ٿوري وقت ۾- يڪدم.

**پَھاڻ:** ذ. پهڻ- پاهڻ- پٿر.

**پَھائڻ:** ذ. پرچائڻ- ريجهائڻ. مڃائڻ. خوش ڪرڻ.

**پُھائي:** ث. پيڙهي- نسل.

**پَھتَ:** ذ. پور- خيال. طريقو- دستور. مرتي پرتي ۾ مالي مدد طور ڏنل رقم.

**پَھتَ پوڻ:** اوچتو خيال اچي وڃڻ- پور پوڻ.

**پُھتَل:** ص. خدا رسيدو بزرگ- ولي الله.

**پَھ پاهت:** واسطو- لاڳاپو.

**پَھچ:** ث. چولو- چوغو- وڳو.

**پَھچڻ:** م. برابر ٿيڻ. راضي ٿيڻ. جڙمت ڪرڻ. ويرونڻ.

**پُھچ:** ث. رسائي- پڄندي- پڄت. وس- طاقت. اختيار- دخل.

**پُهچ ڪان باهر:** ظ. پهنجي وس کان مٿي- اختيار کان باهر.

**پُهچائڻ:** م. رسائڻ. موڪلڻ. اماڻڻ.

**پُهچائي ڇڏڻ:** اماڻي ڇڏڻ. رسائي ڇڏڻ. بي طاقت ڪري ڇڏڻ.

**پُهچڻ:** م. رسڻ- پڄڻ. سهڙڻ (منزل تي). اچڻ (نڪاتي تي). حاصل ٿيڻ.

**پُهچي وڃڻ:** پهتو ٿيڻ. رسي وڃڻ. برابر ٿي اچڻ.

**پُهچوان:** ص. پڄندي ۽ وارو. اثر رسوخ وارو. طاقت وارو.

**پَهر:** ث. ماڻهو- شخص. پيهي (ٿر ۾ ونهاري ۾ رات جو سمهڻ يا ڪچهري ڪرڻ لاءِ). لوڙهو- واڙ.

**پَهرَ لتاڙڻ:** پرايا لوڙها لتاڙڻ- ٻين جي عورتن سان ڇيڙ چاڙ ڪرڻ.

**پَهرُ:** ذ. ٽن ڪلاڪن جو عرصو (رات ڏينهن ۾ اٺ پهر ٿين).

**پهراتُ:** ذ. پهريون چاول بار.

**پهراڻُ:** ذ (ف. پيراهن) ڪپيل پاڻهي ۽ ويڪري ڏکي دامن وارو ڪڙتو.

**پهرائڻُ:** م. پارائڻ- پکائڻ (وڳو. ڪپڙا). مال کي چرڻ لاءِ روانو ڪرڻ.

**پهرڻُ:** م. وڍڻ- ڍڪڻ (ڪپڙا، لباس). پائڻ (زيور). مال جو جهنگ ۾ چرڻ لاءِ وڃڻ.

**پَهرو:** ذ. حفاظت- سنڀال- نگراني. چوڪي.

**پهرو وهارڻ:** حفاظت لاءِ ماڻهو يا سپاهي مقرر ڪرڻ- چوڪي ڏيارڻ.

**پهريدارُ:** ص. محافظ- رکوال- چوڪيدار.

**پهري سُجاڳ:** ص. چوڪس- خبردار- هوشيار. تيار.

**پَهرُو:** ذ. حلال جانور (ٻڪر. دنبو. ڍڳو وغيره. جيڪو ڪُهڻ لاءِ پيهارجي).

**پهرو پائڻ:** ٻڪري. چيمو وغيره ڪهڻ (گوشت جي وڪري لاءِ).

**پهرُون ورائڻ:** اٽيل ڪپڙو ٿڙتي ويڙهڻ.

**پهريات:** ث. پهرين پيٽ واري (ڳئون. مينهن وغيره). پهريون پيرو ويمل.

**پهريائين، پهرين:** ظ. شروع ۾- منڍ ۾.

**پهرئي:** ذ. پهريون چول بار. ڦڙو وغيره.

**پهريندي:** ظ. شروع ۾. هڪدم.

**پهريون:** ظ. واڌي. ابتدائي- شروعاتي. اڳيون. منڍوارو.

**پهريون پَهر:** ذ. صبح جو وقت.

**پهريون ڏس:** ذ. اڏرات- وڏو اَسُر.

**پهڙجڻ، پهڙڻ:** ڳئون. مينهن وغيره جو نه مڙڻ.

**پهس:** ظ. اوچتو- اَمالڪ.

**پهڪارُ:** ص. پَهه ڪندڙ- صلاح ڏيندڙ- صلاحو.

**پهڳُ:** ذ. پاند- پلند- دامن. پڳ جو هڪڙو وڪڙ.

**پهلُو:** ذ (ف) بانهن- بازو. پاسو (جسم جو ڪڇ وارو). طرف- ڏس. ڏي- سهارو.

**پهلُو نڪرڻ:** پاسا پڌرا ٿيڻ.

**پهلُو تيهي:** ث. پرهيز- پاسو. ڪناره ڪشي. ٽال مٽول.

**پهلُودار:** ص. گهڻن پاسن (مثلاً: پنج پهلو. اٺ پهلو وغيره). کهڙيل پاسن وارو (تنگ يا ٻڙو). حمايتي- طرفدار.

**پَهلوانُ:** ص (ف) بهادر - سورهيه. ملهه ڙهندڙ.

**پهلواني:** ث. بهادري - سورهيائي.

**پهلواني ڏيکارڻ:** سورهيائي ڏيکارڻ. بهادريءَ جو ڪو نمايان ڪم ڪرڻ.

**پَهمَڪ:** ث. هڪ قسم جي سنهي ڪلابات (ڪپڙن کي سونهن لاءِ هڻجي).

**پَهنائي:** ث (ف) ويڪر. ٻرُ. ڪشادگي - پکيڙ.

**پَهنَڻُ:** م. پرچڻ - ريجهڻ - راضي ٿيڻ.

**پَهَڻُ:** م. پهه ڪرڻ. رٿ رٿڻ. (ذ) جبل جو پٿر.

**پَهڻي:** ث. ننڍڙو پهڻ - پٿر.

**پَهڻيرو:** ص. پهڻ (پٿرن) جهڙو. پٿر جو - پٿر وارو.

**پَهو:** ذ. ڪپهه جو ٻڙو. دوا يا عطر مان ٻُڏل ڪپهه جو ٻڙو. ڪپهه يا ڪپڙي جو ٿهُ (ڦٽ ڦرڙيءَ تي رکڻ لاءِ). اٿيل اک تي رکڻ لاءِ دوا ۾ ٻڏل ڪپڙو. جهنگ يا ٻيلي جو پيچرو - چارو. ڪپ وارو گس. ڪوڏرءِ ڪهاڙيءَ جو پٺ وارو گول چلو (جنهن ۾ ڳن پوي).

**پَها ٻڌڻ:** دوا ڪرڻ. حيلا ڪرڻ.

**پَها ڪري ڇڏڻ:** صفا ناپود ڪري ڇڏڻ. ميدان ڪري ڇڏڻ.

**پَهور:** ث. ڪپڙن جو پهرڻ. پيڙا - درد.

**پَهوڙ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**پَهوڙو:** ذ. تيشو. واهولو.

**پَهُون:** ث. رڌون پڪريون.

**پَهي:** ث. ڪپهه جي پُوتي. پيلي - وٽي.

**پَهي:** ص. واٽ وني هلندڙ - پ نڌي. قصد.

**پَهي سَهي هئڻ:** واقفڪار يا سڃاتپ وارو هئڻ.

**پَهيڙو:** ص. پهي.

**پِئا، پِئان:** ظ. پئين. ڪ ن پوءِ.

**پَئاڏُ:** ذ. پويون حصو. بيل گاڏيءَ جي نانئي جو پويون حصو.

**پَئاتو:** ذ. ٿوري وقت جو ڍاپو - ساهي.

**پَئِنَل، پَئِنتَل، پئنتلو:** ث. واهه جا ڪپر (جن تان پاڻي لهي ويو هجي).

**پَئجَڻ:** م. پوڻ - داخل ٿيڻ. سمائجڻ. ڪرڻ - ڍهڻ.

**پَئجي رهڻ:** ليٽي پوڻ. بيمار ٿيڻ.

**پَئِر:** ث. پاڻيءَ جي تري ۾ آئر جي بيهندڙ هيٺان مائل گيرث.

**پئرو:** ذ. هيڊو - پيلو - زرد رنگ.

**پَئڙو:** ذ. ڏاڳو. تار وغيره جنهن ۾ ٻل وغيره پوتا وڃن.

**پَئسو:** ذ. هڪ سڪي جو نالو (هڪ رپئي ۾ سئو پئسا ٿين).

ڏوڪڙ - دولت - نانو.

**پئسي جو پُٽ:** ص. ڪنجوس. دغاباز. لالچي. بي غيرت.

**پَئسينجَرُ:** ذ (انگ) ريل گاڏي وغيره تي سوار ٿيندڙ ماڻهو.

**پَئسينجر ٽرين:** ث. مسافر کڻندڙ ريل گاڏي.

**پُئنچُون:** ث. پلاڻ جون پويون اُڀيون ڪنڌائتيون ڪانيون.

**پَئنڊ:** ذ. ٿلهي رسي جو ڏاوڻ.

**پُئون، پِؤُن:** ذ. چڪي جو هڪ ڏاتي وارو پاسو. نشان (پيرن جو). پير.

**پئون ٻارهن:** ذ. ڏاري جي راند ۾ جيت جو داءُ. ڪاميابي. فتح - سوڀ.

**پئون ڪٽڻ:** پير ڪٽڻ. اهڃاڻ تي ڳولا ڪرڻ.

**پئون سَٽ:** ظ. اينڌي شرط. يڪدم.

**پئون، پؤُن:** ث. گهٽتائي - ڪمي. اونهي ڪڏ.

**پئونو، پؤُنو:** ص. منو. گهٽ. هيٺو - ڏبرو.

**پئونو پوڻ:** ضعيف ٿيڻ. بيماريءَ ۾ ڏبرو ٿيڻ.

**پَئي:** ث. غسلخانو. ڪاڪوس.

**پِئَه، پِئَه:** ذ (ندي: پيا) محبوب - پيارو.

**پَئياتو:** ذ. اهڃاڻ - نشان - ڏس پتو.

**پَئيڙو:** ذ. مکڙو گهوڙو.

**پيا:** ص. پيارو. محبوب. مڙس - ڪانڌ.

**پيادُ:** ص. پيادو.

**پيادو:** ص (ف: پياده) پيرين پنڌ. شطرنج جو هڪ مُهرو.

**پيارُ:** ذ. محبت - قرب - پريم. حُب. عشق.

**پيارڻُ:** م. ڏيڻ (پاڻي. شربت. دوا وغيره). زمين کي پاڻي ڏيڻ. ادا ڪرڻ (رقم). ڇڪائڻ (بيڙي. چلم).

**پيارو:** ص. پيار وارو - جنهن سان پيار هجي. محبوب - معشوق. دوست. دل گهريو. (ث. پياري).

**پيازُ:** ذ (ف) بصر.

**پيازي:** ذ. هلڪو گلابي رنگ (جيڪو بصر جي کل جهڙو ڳاڙهيرو ٿئي).

**پياس:** ث (سن) اُڃ - تونس. اُڪير - سِڪ. محبت - قرب.

**پياسجڻ:** اڃائجڻ - اُڃ لڳڻ.

**پياسو، پياسي:** ص. اُڃايل. سِڪايل. خواهشمند. (ث. پياسي).

**پياشو:** ذ. ڍانديءَ گاهه جو هڪ قسم (مڇيءَ جي خوراڪ).

**پياڪُ:** ص. پيئندڙ. نشو وغيره پيئڻ جو هيراڪ - ٻانڌاتي.

**پيالُ:** ذ. پاتال - ترو. پاڙ.

**پيالو:** ذ (ف: پياله) هڪ قسم جو ٿانءُ (پاڻي وغيره پيئڻ لاءِ).

وٽو. جام. ٺولهو.

**پيالا چاڙهڻ:** تمام گهڻو پيئڻ. ڏاڍا نشا ڪرڻ.

**پيالي ڀائي:** ذ. گڏ پيئندڙ. صحبتي-سنگتي. همزار-همدم.

**پيالو ڀرجي اچڻ:** حياتيءَ جا ڏينهن اچي پورا ٿيڻ-پڇاڙيءَ تي پهچڻ.

**پيالو پيئڻ:** وفات ڪرڻ (بزرگ ولي الله لاءِ چئبو).

**پيالو ڪڻڻ:** پنڻ جو ڌنڌو اختيار ڪرڻ-گدائي ڪرڻ.

**پِيالِي:** ث. ننڍو پيالو. وٽي.

**پَيام:** ذ(ف) نياپو-پيغام-سنيهو.

**پَيامبَرُ:** ص. نياپو رسائيندڙ-پيغامبر.

**پَيامِي:** ص. نياپو ڪٽي ويندڙ.

**پِيانو:** ذ(انگ) هارمونيءَ جي قسم جو هڪ انگريزي ساز.

**پِيتَمُ:** ص. پرين-محبوب-پيارو-پريتم.

**پِيتامبَرُ:** ذ(سن) ڪپڙي جو هڪ قسم (سونهري يا پيلو ريشمي ڪپڙو). سورج ونسي مت وارا هندو فقير (جيڪي پِيلي رنگ جي سڙهي اوڍين).

**پِيتَل:** ص. نشو وڃي ايل ماٺهو-مخمور.

**پِيتِي:** ث. ڪاٺ جي صندوق. ڳُجه.

**پيٽُ:** ذ. شڪم. معدو. حمل. جَمَڻ-وياءُ. ڳُجه. درياءُ وغيره جو ويڪرو وارو حصو.

**پيٽ اچڻ:** دست ٿيڻ. ڪاڪوس اچڻ.

**پيٽ ٻَڌَڻ:** بکيو رهڻ-فاقا ڪشي ڪرڻ.

**پيٽَ پَرائِي:** ث. بي پرواهي-لاغرضي. وڏائي.

**پيٽ ڀرجڻ:** ڍؤ ٿيڻ. مَن وڌڻ. ڍَؤ ۾ مستي ٿيڻ.

**پيٽ ڀريل:** ص. ڍاول. سائو آسودو. شاهوڪار. بي فڪر. مغرور.

**پيٽ تي ٻيهڻ:** فقط مانيءَ تي ڪنهن جو نوڪر ٿيڻ.

**پيٽ تي لت ڏيڻ:** روزگار کسڻ.

**پيٽ ٿيڻ:** حمل ٿيڻ-اميدواري ٿيڻ.

**پيٽ ٺرڻ:** ڪنهن ٿڌي اثر واري شيءِ کائڻ پيڻ سان پيٽ جي گرمي لهڻ. ويرونڻ سان اندر جي باهه لهڻ.

**پيٽ پالڻ:** ڏکيو سکيو گذران ڪرڻ.

**پيٽ پائڻ:** پيٽ جو وڌڻ-ٿلهو ٿيڻ.

**پيٽ پُٺيءَ سان لڳڻ:** بکن سبب ڪمزور ٿيڻ-نهايت ڏٻرو ٿيڻ.

**پيٽ پَرو:** ص. لالچي-هبڇي-فقط پنهنجو پيٽ پاليندڙ.

**پيٽ پوڻ:** عادت پوڻ. طبيعت تي نهي وڃڻ.

**پيٽ جو سُور:** ذ. حسد-ساڙ. لالچ-حرص.

**پيٽ جو سُور مارڻ:** تمنا پوري ڪرڻ.

**پيٽ جي ڳالهه:** ث. راز-ڀيد-دل جي مُراد.

**پيٽ ڏلهڻ:** پيٽ ڀرڻ-ڍؤ ڪرڻ.

**پيٽ چَٽيو:** ص. هبڇي-پيٽوڙي. فقط پيٽ جي پرورش ڪندڙ.

**پيٽ ڏوئي ويهڻ:** گهڻو ڪاڌو کائڻ.

**پيٽ سان:** ظ. حامل-ڳورهاري.

**پيٽ ڦاٽوڙو:** ذ. راز لڪائي نه سگهندڙ. ترڙو-هلڪڙو.

**پيٽ ڪڍڻ:** اندر جو راز معلوم ڪرڻ. ٿلهو ٿيڻ.

**پيٽ ڪيرائڻ:** دوائن وسيلي پيٽ ۾ پيل ٻار ختم ڪرڻ.

**پيٽ کي پَٽيون ٻڌڻ:** بکون ڪاٽڻ. قناعت ۽ ڪفايت سان گذران ڪرڻ.

**پيٽ لکائڻ:** شاديءَ جي عيوض ۾ ڄمندڙ ٻار جو سڱ لکائي وٺڻ.

**پيٽ مُنو:** ص. پيٽي-گهڻ کائو.

**پيٽ ۾ ڏاڙهي ڄمڻ:** ڄائي ڄم کان ڏاهو هئڻ. ننڍي عمر ۾ وڏن جهڙيون ڳالهيون ڪرڻ.

**پيٽ ۾ ساهه پوڻ:** تسلي ٿيڻ-دلجاءِ ٿيڻ-قرار اچڻ.

**پيٽ ۾ ڪوئا ڊوڙڻ:** سخت بک لڳڻ. بي ايماني ٿيڻ.

**پيٽ وارِي:** حامل-پيٽ سان.

**پيٽ وَڏيو:** ص. وڏي پيٽ وارو. مغرور.

**پيٽُو، پيٽِي:** ص. وڏي پيٽ وارو. گهڻو کائيندڙ.

**پيٽارَڻُ:** م. هضم ڪرڻ (کاڌو). سهڻ (صدمو. جنڦٽ). عادي ٿيڻ.

**پيٽارو:** ذ. مڇي. پلي جو پيٽ وارو حصو.

**پيٽائُو:** ص. بد خواه-دشمن.

**پيٽ ڦَنڙو:** ذ. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.

**پيٽَڻُ، پيٽِڻُ:** م. اوتڻ-هارڻ. اُٿلائڻ (ٿانءُ)-اونڌو ڪرڻ.

**پيٽو:** ذ. پيٽ وارو حصو. ڪپڙي يا ڪٺ جي اٽاوت ۾ ويڪرو وارو حصو.

**پيٽِي:** ث. چيله ۾ ٻڌڻ لاءِ چمڙي يا ڪپڙي جي پَٽِي-ڪمربند. بلبل جي چيله ۾ ٻڌل ڏورو.

**پيٽِي ڪوٽ:** ذ. چولي وغيره اندران پائڻ جي چولِي.

**پيٽرولُ:** (انگ) هڪ قسم جو معدني تيل.

**پيٽيو:** ذ. کاڌو-خوراڪ. پَتو.

**پيٺَ:** ث. ٻَهه-اگهه.

**پيٺ تي پادر کائڻ:** چڱيءَ طرح مو چڙا کائڻ.

**پيٺَ:** ذ. اصل رقم-مُوڙي-مُور.

**پيٺل:** ص.اَٿو ڪيل.

**پيٺو:** ذ. ڪَدوءَ جي قسم جو هڪ ٻِتو (يا جيءَ طور ڪم اچي).

**پيٺي:** ث.مانهَيا مگَن جو اٿو (اُٻٽڻ طور ڪم اچي).

**پيپُ:** ذ.لوهه يا ڪاٺ مان ٺهيل وڏو گول دٻو (تيل يا شراب رکڻ لاءِ).

**پيپٽ چاڙهڻ:** دٻاءُ وجهڻ- دڙڪا داب ڏيڻ.

**پيپَرُ:** ذ(انگ) ڪاغذ- پنو.امتحان جو سوالنامو.

**پيپر ويٽ:** ذ(انگ) ڪاغذن مٿان وزن لاءِ پٿر.

**پيجُ:** ذ(انگ) صفحو- ورق جو هڪ پاسو.

**پَيجَ:** ث.نانءُ- نالو.عزت- آبرو.ساراهه.

**پيجَ:** ث.ربَ.پيچَ.تمام پٽڙويَٽ.

**پيجاٽُو:** ص.ريج آيل (زمين).

**پيجو:** ذ.ريج- آبپ شي.

**پيجي:** ث. چانورن جي پيچَ. ربَ. ٺهڪايل چانورن جو پاڻي (ڪپڙن کي کلف ڏيڻ لاءِ).

**پيچُ:** ذ(ف) وراڪو- وڪڙ- وَٽُ.وَرُ- ڦيرو- مروڙو (پيٽ جو)- گهمرو.فريب.لغڙن جو داءُ.

**پيچ بازي:** ث.ٺڳي- چالاڪي- فريب.اجايا وَروَڪڙ.

**پيچ بَڏڻ:** اٽڪلون سٽڪلون هلڻ- ٺڳڻ.

**پيچ تاب:** ذ.وٽ سٽ.لوچ پوچ.

**پيچ پائڻ:** وڪڙ وجهڻ.محبت ۾ گرفتار ڪرڻ.

**پيچ پَتي:** ث.سونارڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**پيچدارُ:** ص.وروڪڙوارو.مُنجهيل.

**پيچ وخم:** ذ.وروڪڙ- ڏنگ ونگ.

**پِيچَ:** ث. پوک کي پاڻي پيارڻ. پوک کي پاڻي ملڻ جو ذريعو (واهه. شاخ).ٻنيءَ کي پاڻيءَ جي رسد.

**پيچرو:** ذ. ماڻهن ۽ جانورن جي هلڻ سان پيرن جي نشانن مان ٺهيل سنهي واٽ- چارو.

**پيچري لائڻ:** واٽ ٻڌائڻ.هدايت ڪرڻ.

**پيچَڙ:** ص.ڪنجوس- بخيل.

**پيچش:** ث(ف) مروڙ سان ڪاڪوس اچڻ جي بيماري.

**پيچڪَش:** ذ.پيچدار ڪوڪن کي کولڻ يا پيچائڻ جو اوزار.

**پيچَڻُ:** م. پيئجڻ (پاڻي. شربت وغيره). پاڻي ملڻ (پوک کي). ادا ٿيڻ (رقم).

**پيچُوها:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**پيچي:** ذ.سوالي- فقير- منگتو.

**پيچي:** ص.وَريل- ڏنگو.وَٽ ڏنل پٽڪو.

**پيچي اکر:** ذ.ڏنگا ڦڏا اکر.پيچدار اکرن واري تحرير (ڪتبو).

**پيچيدگي:** ث(ف) وروڪڙ- ڏنگ ڦير.مونجهارو.مشڪلات.

**پيچيدَه:** ص(ف) ووڪڙوارو- ويڙهيل.منجهيل.

**پيڇو:** ذ.پٺيون پاسو.پٺ.پويون حصو.تعاقب.

**پيڇو ڪرڻ:** پٺ ونڻ- تعاقب ڪرڻ- ڪڍ لڳڻ يا ڪَڍ پوڻ.

**پيڇو نه ڇڏڻ:** پٺ نه ڇڏڻ.جند نه ڇٽڻ.

**پيد:** ص(ف) پيدا ٿيل- ڄميل- ڄاول.(ضد.ناپيد).

**پَيدا:** ظ(ف) ظاهر.ڄڻيل.خلقيل.مُيسر- دستياب.موجود.لڌل. (ث) ڪمائي.اُپت.فائدو.

**پيدا ڪرڻ:** وجود ۾ آڻڻ- خلق ڪرڻ.ظاهر ڪرڻ.حاصل ڪرڻ.اُپائڻ.

**پيداگيرُ:** ص. ناجائز طريقي سان پئسا ڪمائيندڙ.هٿڙي باز. گَنڍيچوڙ.

**پيداوار:** ث.پوک- فصل.(واپاري فصل جي) ڪمائي.اُپت- آمدني.

**پَيدائش، پَيدايش:** ث(ف) خلقت.اُپائڻ.حاصلات.آمدني- اُپت. ڪمائي- فائدو.

**پَيدائشي:** ص.اصلي.قدرتي.فطري.

**پَيدَلُ:** ص.پنڌ هلندڙ- پيادو.

**پيڏ:** ث.ميڙ.انبوهه- پيڙ- پيهه.

**پيڏي:** ث.لکپڙهه جي سامان رکڻ لاءِ ڪاٺ جي ننڍڙي پيتي (عموماً دڪاندارن ۽ منشين لاءِ).

**پيرُ:** ذ.پَيکُ- قدم.پيرو.

**پير آهوڙڻ:** وڃايل پيرو ڳولڻ.چور جو پيرکڻڻ.

**پيرُ ڪُڙڻ:** بي دخل ٿيڻ.شڪست کائڻ.بنياد پٽجڻ.پاڄ کائڻ.

**پير ڀَڃڻ:** لاڳاپو ٽوڙڻ.سخت سزا ڏيڻ.لاچار ڪرڻ.

**پَير ڀَرڻ:** اچڻ جي تڪليف وٺڻ.تشريف فرما ٿيڻ.مهرباني وارو قدم ڪڻڻ.شاديءَ غميءَ ۾ شريڪ ٿيڻ.

**پير ٽپڻ:** هڪ هنڌ سڪ نه اچڻ.

**پير ترڪَڻ:** پير جو ٿڙڻ.او چتو خطاتي وڃڻ.

**پير تي اچڻ:** سڌي راهه تي اچڻ.قاعدي ۾ اچڻ.

**پير تي ڪهاڙو هڻڻ:** پنهنجو پاڻ کي نقصان رسائڻ.

**پير تي هلڻ:** پيروي ڪرڻ.چڱي چال اختيار ڪرڻ.

**پيرُ پائڻ:** لنگهي اچڻ- داخل ٿيڻ (گهر. اوطاق ۾).حد دخلي ڪرڻ

**پير پَٽَ تي نه لڳڻ:** تمام تکو ڀڄڻ. فرصت نه هئڻ.

**پير پٽڻ:** پاڙ پٽڻ- تيڙ ڪڍائڻ.

**پير پڌارڻ:** قرب ڪري اچڻ.

**پير پير تي رکڻ:** تمام آهستي هلڻ. پيروي ڪرڻ.

**پيرن جي جُتي هئڻ:** ٻڌو ٻانهو هئڻ.

**پير جهلڻ:** پاڻ روڪڻ- پاڻ پلڻ. خرچ گهٽ ڪرڻ. قطع تعلق ڪرڻ.

**پير ڏُڏر ۾ هئڻ:** ڏٻڌائڻ- ٿڪائڻ.

**پير ڌوئي پيئڻ:** تمام گهڻا احسان مڃڻ. عقيدتمندي ظاهر ڪرڻ.

**پيرُ ڏيڻ:** عورتن جو پيرن تي اچي عذر خواهي ڏيڻ.

**پير ڊاهڻ:** پيرن جا نشان ميٽڻ. واپس ورڻ. قبضو ڇڏائڻ.

**پيرُ ڊگهيرڻ:** وت کان ٻاهر هلڻ. آمدنيءَ کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ.

**پير سَنوان ڪرڻ:** بي ادبي ڪرڻ. وڏن سان مقابلو ڪرڻ.

**پير ڪَڇڻ:** سزا ڏيڻ- ڇڻ ڪرڻ.

**پيرُ ڪڍائڻ:** ذميداري قبول ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ. ڏوري ڪم ڪانهيءَ جواب ڏيڻ.

**پيرَ ڪڍڻ:** ڏک ڏيڻ. ڪا اوچتي ڳالهه ٻڌائي حواس گم ڪرڻ.

**پير ڪَڙڻ:** پير جي نشان کي ليڪو پائڻ- پيرو کڻڻ.

**پيرَ ڪَڙي:** ث. قيديءَ کي پيرن ۾ ٻڌل زنجير سان ڪڙي.

**پير ڪُپڻ:** ٺهي ٺڪي ويهڻ. اثر ڄمڻ.

**پير ڪُر نه لڳڻ:** وڃايل شيءِ جو ڪو نشان پتو نه لڳڻ.

**پير کڻڻ:** پيرن جي نشانن تي هلڻ- پيرو کڻڻ. برادريءَ جو سڏ پرڻ. هلت هلڻ. وک کڻڻ. تعلق وڌائڻ.

**پير ڳرو هئڻ:** نياڳو هئڻ.

**پير ليڪي ويهڻ:** هٺ ڌرمي ڪرڻ- پنهنجي ضد تان نه لهڻ.

**پير ۾ پدم هئڻ:** وڏو ڀاڳوند هئڻ.

**پيرن تي زور رکڻ:** تمام تکو ڀڄي جان ڇڏائڻ.

**پيرن هيٺان زمين نکرڻ:** ڏاڪ لڳي وڃڻ.

**پيرن هيٺان ڪک رکڻ:** نهايت احتياط سان ڪم ڪرڻ.

**پيرين پوڻ:** پيرن تي هٿ رکڻ. تعظيم ڪرڻ. منٿون ڪرڻ.

**پيرين پيادو:** ظ. بنا سواريءَ جي پنڌ- پيدو.

**پِيرُ:** ذ (ف) پوڙهو- ٻڍو. بزرگ. مرشد.

**پِيريائي:** ذ. سڀڪنهن عقيدي وارو. هڪ ٿي مرشد جا مريد.

**پير پُڇڻ:** مراد جي حاصلات لاءِ حيلا وسيلا اختيار ڪرڻ.

**پير پُڄڻ:** جان بچي وڃڻ. پنڌ تمام هئڻ.

**پير پيغمبر:** الله جا نيڪ ٻانها- نبيءَ ولي.

**پير فقير:** مذهبي شخصيتون- مرشد.

**پير گُر:** روحاني پيشوا- مرشد- گُرو.

**پيرانه سالي:** ث. پيري- پوڙهپڻ.

**پيرن جي مهل:** ث. فجر- پرڀات.

**پيراپيٽ:** ث. پيرن جي سڃاڻپ (شڪي ماڻهوءَ جي پيرن جي ڏوهيءَ جي پيرن سان پيٽ).

**پيرائي:** ث. پيرن سان هلائڻ وارو پاتي چڪڻ جو ڏينگو.

**پيرادو:** ص. پيرَ سڃاڻندڙ (ماڻهوءَ مال جو)- پيرو.

**پَيراسته:** ص (ف) سينگاريل- مزين.

**پيرا شُوٽ:** ذ (انگ) هوائي جهاز مان زمين تي هيٺ ٽپو ڏيڻ لاءِ خاص ڇتي.

**پيراگُون:** ذ. آڏاڻي ۾ تاڃيءَ جي تندن کي هيٺ مٿي ڪرڻ لاءِ ڪاٺيون.

**پيراگو:** ذ. پيرو- گس- واٽ- رستو.

**پيراندي:** ث. کٽ جو پيرن وارو پاسو. (ضد. سيراندي).

**پيراتو:** ذ. جُتي. پادر- پاپوش.

**پيراتو:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو. (ص) پيرن جو- پيرن وارو.

**پيراتو:** ص. نُنهن کان چوٽيءَ تائين. سربستو- تفصيلي.

**پيراتيون خبرون ڪرڻ:** سربستا احوال اورڻ.

**پَيرايه:** ذ (ف) سينگار- زيبائش. طريقو- ڍنگ.

**پيرپاند:** ذ. پٿواري. تعلق- لاڳاپو.

**پيرُ پَنڌُ:** ذ. مرتي پرتي اچ وڃ جو رستو.

**پيرَڊ:** ذ (انگ) مدت- دور- عرصو.

**پيرڙيو:** ص. اهو ٻار، جنهن جا ڄمڻ وقت پهريائين پير ظاهر ٿين.

**پيرڙيون:** ث. ٻانڊ- ريڙهيون- ٻار جو شروعاتي هلڻ جو طريقو.

**پيرزادو:** ص. پير جو اولاد. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**پيرسَن:** ص (ف) پوڙهو- ڪراڙو.

**پير مَرد:** پوڙهو ماڻهو- پيرسن.

**پير مُغان:** ذ (ف) آتش پرستن جو پيشوا. شراب خاني جو مالڪ.

**پيرن پٺيو:** ص. نڀاڳو- ڇندو. نڇو.

**پيرڻ:** ث. ڪڙهيءَ جي جاريءَ جي هيٺين گهير يا نوڙي.

**پيرو:** ذ. پيرن جا نشان (ماڻهو يا چوپائي جا). ڪاهجي ويل جانور جو پيرو ڪو.

**پيرو کڻڻ:** پٺ وٺڻ. ڳولها ڪرڻ.

**پيروز:** ص(ف)سوڀارو- ڪامياب.
**پيروزي:** ص.هڪ قسم جو سائو پٿر- فيروزو.
**پيرُو، پيروڪار:** ذ(ف)پيروي ڪندڙ.نقش قدم تي هلندڙ.پوئلڳ.
**پيرول:** ذ(انگ)قيديءَ جي ضرورت سبب ڪجهه ڏينهن لاءِ آزادي.
**پيرُون:** ذ.ڪٻڙ جو ڦرُ(ٻه قسم: ڳاڙهامنا ۽ اڇا ڪارا).ڪٽ جي پيرانديءَ وارو اوپرو.
**پيرَوي:** ث(ف)تقليد.اطاعت.حڪم جي پوئواري.
**پيري:** ص.پير ڪٽندڙ- چورن جا پير ڳوليندڙ- پيرادو.
**پيري:** ث(ف)پوڙهپڻ- ٻڍاپو.ضعيفي.بزرگي.مرشدي.
**پيري مُريدي:** ث.تلقين ۽ اطاعت.
**پيرين پوڏو:** ص.پنهنجن پيرن تي بيهندڙ- پاڻ تي ڀاڙيندڙ- پختو.
**پيرين سيرين:** هلڻ چلڻ جهڙو.چڱي حال وارو.خودمختيار- آزاد.
**پيڙَ:** ث.سُورَ جي سختي.آزار- بيماري.
**پيڙا:** ث(سن)سُورَ- عذاب.روڳ- مرض.
**پيڙاڪو:** ذ.پيڙا.رنج يا آزار جهڙيون حالتون.
**پيڙجَڻُ:** م.گهاڻي ۾ پوڻ.نپوڙجڻ.سخت تڪليف ۾ اچڻ.
**پيڙَڻُ، پيڙڻُ:** م.ٻن شين جي وچ ۾ زور ڏيئي چپڻ.چيپاٽڻ.تيلي ٻج يا مغز کي گهاڻي ۾ وجهي تيل يا روغن ڪڍڻ.تيل ڪڍڻ.نپوڙڻ.آزارڻ.ستائڻ.
**پيڙو:** ذ.چاتو(اٽي جو).مائي مان نهيل هڪ منائي- ڪيرپڙو.
**پيَڙو:** ص.پيادو- پيدل.وانهڙو.قاصد.
**پيڙهه:** ث.بنياد(پٽ يا جاءِ جو)- پاڙ.
**پيڙهه پُٽ:** اصل نسل.رَهائي رَسائي.پنيرائي.
**پيڙهو:** ذ.ڪاٺ جي صندلي.ويهڻ لاءِ ڪکن ڪانن مان نهيل ننڍڙو موڙو.
**پيڙهي:** ث.نسل- پشت.خاندان جي وڏن يا اولاد جو سلسلو.
**پيڙهي پٽڻ:** وڏن کي گاريون ڏيڻ ۽ بدنيڪي ڪرڻ.
**پيڙهي ڏَني:** ص.خاندان جو چڱو مڙس.
**پيڙهياتو:** ص.شريف گهراڻي وارو.وڏگهراتو.خانداني.اصل نسل خصوصيتن وارو.
**پيڙي:** ث.ڪريل- پَٽ پيل.عاجز.بيمار.
**پيزار:** ث(ف)جتي- ڪنش.
**پيس:** ث.پٽن کي ناپي ڏيڻ ۽ ورهائڻ جو ڪم.
**پيسائي:** ث.پيهائي(ان جي).
**پيسٽري:** ث(انگ)مکڻ يا ڪريم لڳل ڪيڪ.
**پيسجَڻُ:** م.پيسجي اٽو ٿيڻ.ظلم ۾ گهڙڻ.
**پيسجي وڃڻ:** اٽو ٿي وڃڻ.تباهه ٿيڻ.مصيبت ۾ بيحال ٿيڻ.
**پيسڪوٽ:** ث.پٽن جي هڪ راند.
**پيسو، پئسو:** ذ.ٽامي جو هڪ سڪو.ناڻو.
**پيسو پائي:** ذ.ڏوڪڙ- رقم- دولت.
**پيسو ڏوڪڙ:** ذ.ڌن دولت.مال ملڪيت.
**پيسا پائيءَ ۾ وڃڻ:** هڙ موڙي چٽ ٿيڻ.
**پيسا ڪوٽا ٿيڻ:** اولاد بدچال ٿيڻ.
**پيسي:** ث.ڪتل جي ڳڙي.
**پيش:** ظ(ف)سامهون- اڳيان.
**پيش اچڻ:** آڏو اچڻ.نتيجو پوڳڻ.
**پيش امامُ:** ذ.نماز ۾ اڳواٽي ڪندڙ امام.
**پيش بَندي، پيش بيني:** ث.اڳ ويچار- دوانديشي.
**پيش بين:** ص.اڳ پوءِ جا چيندڙ- دوانديش- ڏاهو.
**پيش پوڻ:** نماڻائيءَ سان آڏو حاضر ٿيڻ.آڙ ميچڻ.
**پيش خدمت:** ذ.پيشڪار- نوڪر- اردلي.
**پيش خيمو:** ذ.اهو تنبو جيڪو اڳواٽ اڳين منزلن تي موڪليو وڃي (ته جيئن پهچڻ تي تيار ملي).
**پيش دَست:** ص.اڳيان ڪم ڪندڙ.اڳرائي ڪندڙ.نائب- اسسٽنٽ.
**پيش:** ث.ٻنيءَ جي پاڙواري هيٺاهين زمين.
**پيشُ:** ذ.خالص سونُ- نج سونُ(جيڪو چوويهه قيراطوزن وارو هجي).
**پيشُ:** اعراب جي نشاني(ُ)- ضم.
**پيشابُ:** ذ(ف)مُٽ- ريلو.
**پيشاب خطا ٿيڻ:** ڊپ سبب مُٽ وهي وڃڻ.
**پيشاب ڪرڻ:** مُتڻ- ريلو ڪرڻ.پچر چڏي ڏيڻ.
**پيشاب نڪرڻ:** تمام گهڻو ڊپ ٿيڻ.
**پيشاني:** ث.(ف)نراڙ- جبين.
**پيشتَر:** ظ(ف)پهريائين- اڳ ۾.
**پيشرَس:** ث.چيٽ جو پويون فصل.
**پيش رَفت:** ث(ف)اڳيان وڌڻ- اڳرائي.
**پيشرَو:** ص(ف)اڳيان هلندڙ.گذري ويل(حاڪم.اڳواڻ).
**پيشقَدمي:** ث(ف)اڳرائي.اڳواٽي.سبقت.
**پيشڪَش:** ث(ف)آڇ- صلاح.
**پيشگوئي:** ث(ف)پيشنگوئي.
**پيشگي:** ث(ف)سُوٿي- بيعانو.
**پيشگيرُ:** ذ(ف)زنانو پڙو.هوٽل جو ٽيبل وارو ملازم- بيرو.
**پيش نَظر:** ظ(ف)سامهون- روبرو.اکين اڳيان.

**پيشنگوئي:** ث(ف) ڪنهن واقعي جي اڳواٽ ٻڌايل خبر- اڳڪٿي.
**پيشو:** ذ(ف:پيشہ) ڌنڌو- ڪرت. ڪسب.
**پيشوا:** ذ(ف) اڳواڻ. رهبر- رهنما. سردار.
**پيشوائي:** ث. اڳواڻي- قيادت. رهنمائي.
**پيشواز:** ذ (ف) عورت جو هڪ لباس- پڙو. ناچڻ جي پاتل جوڳهاگهرو.
**پيشہ ور:** ص(ف) ڌنڌي وارو- ڪاسبي. هنرمند.
**پيشي:** ث(ف) حاضري. شنوائي (عدالت ۾). شام- پوجاڙي.
**پيشين:** ص(ف) اڳوڻو- قديم- پراڻو.
**پيغام:** ذ(ف) نياپو- سنيهو. اصلاع. زباني احوال.
**پيغامبر:** ذ. نياپو ڏيندڙ- قاصد.
**پيغمبر:** ذ(ف) خدا جي طرفان حڪم آڻيندڙ- رسول.
**پيڪا:** ذ. زال جاماءُ پيءُ.
**پيڪا ساهرا:** ذ. سيئي مٽ مائٽ.
**پيڪار:** ذ(ف) لڙائي- جنگ.
**پيڪان:** ذ(ف) ڀالي يا تير جي نوڪ. ڀالو. تير.
**پيڪر:** ذ(ف) شڪل- صورت. مُنهن- روپ.
**پيڪڙو:** ذ (ف) پيرن ۾ وجهڻ جي زنجيري. پير ڪڙي- بيڙي. جانور يا وهٽ جي اڳين پيرن ۾ ٻڌڻ جي رسي.
**پيڪ:** ذ. چاه. ڏيڻ- واقفيت.
**پيگ:** ذ(انگ) ڍڪ (شراب جو).
**پيگ پائي:** ذ. پيالو پائي. فقيراتي محفل.
**پيل:** ث. پاتيءَ جو زور. اُڇل. پاڻيءَ جو اوچتو چڙهه.
**پيل:** ذ(ف) فيل- هاٿي.
**پيلبان:** ذ. هاٿيءَ کي هلائيندڙ مهاوت.
**پيلتن:** ص. هاٿيءَ جهڙو (ٿُلهو). وڏي بُوتي وارو.
**پيلانگهو:** ذ. پراڻي جُتي- ڪِلتَر.
**پيلاڻ:** ث. زردي- هيداڻ.
**پيلپائو:** ذ. ٿنڀ- سُتون.
**پيلر:** ذ(انگ) ٿنڀو- پيلپائو.
**پيلسوز:** ذ. گهڻين وٽين واري بتي- ڏياتي.
**پيلڪ:** ث. ڊوڙ. تکي ڊوڙ.
**پيلڪ ڏيڻ:** گهوڙي کي ٿوري وقت لاءِ تکو ڪاهڻ.
**پيلو:** ذ. آنورو- خصيو.
**پيلو:** ص. هيڊو- زردو- ڦڪو. (ذ) ٻاڻ- تير.
**پيلو ٿيڻ:** هيڊو ٿيڻ. بيماريءَ سبب مُنهن هيڊو ٿيڻ. ڊپ يا شرم سبب مُنهن جو پِيلو لهي وڃڻ.
**پيلُو:** ذ. پيرُون- ڪِبڙ جو ميوو.
**پيما:** ص(ف) ماپ ڪندڙ. ڳهمندڙ. (مرڪبن ۾ ڪتب ايندڙ).
**پيمان:** ذ(ف) عهد- اقرار. واعدو.
**پيمانو:** ذ (ف: پيمانہ) اناج وغيره مٽڻ جو ٿانءُ- ماڻ. ماپڻ جو اوزار. پيالو- جام (شراب جو).
**پيمائش:** ث(ف) ماپ- ڪَچ. ڪَٽ. زمين جي ڪٽ- ايراضي.
**پيمبر:** ص(ف) پيغمبر- رسول. ايلچي- قاصد.
**پين:** ث. (انگ) سليٽ تي لکڻ لاءِ پٿر جو قلم. مس وارو قلم- انڊيپن.
**پِين:** ذ. رڃ ۾ ڪم ايندڙ ٿلهي ڏور. حوض- تلاءُ.
**پينار:** ذ. پينو- گدا. منگتو- سوالي. فقير.
**پينام:** ذ. ڪپڙي جو ٽڪر- ڪپڙو- لباس- پوشاڪ.
**پينٽ:** ذ(انگ) رنگ- روغن. نقش- نگار.
**پينٽر:** ذ(انگ) رنگساز. مصور- نقاش.
**پينٽنگ:** ث. مصور جو شاهڪار.
**پينچ:** ذ. پنچ.
**پينچات:** ث پنچات.
**پينچاتي:** پينچات جو مقرر ڪيل- عام وقف- سيني ءَ جو.
**پيند:** ذ. مينهن. اُٺ وغيره کي اڳين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو رسو.
**پيندو:** ذ. مفصلو- پند. پيچرو. چارو.
**پينڙاٽ، پينڙيات:** ص. پينو- گداگر.
**پينسل:** ث(انگ) گريفائيٽ جي گوري واري ڪاني ءَ مان ٺهيل قلم.
**پينشن:** ث (انگ) ملازمت جي مدت ختم ٿيڻ بعد مقرر رقم (جيڪ مرڻ گهڙيءَ تائين ملازم کي ملندي رهي).
**پينشن بردار:** ص. پينشن کڻندڙ رٽائرڊ ملازم.
**پينگهه:** ث. لوڏ. وڻ ۾ ٻڌل جهولو.
**پينگهو:** ذ. جهولو- هندورو.
**پينگهو لُڏڻ:** اولاد ٿيڻ. ٻٽ ڄمڻ.
**پينو:** ص. پِنندڙ- رڳو پنڻ جي ڌنڌي وارو.
**پينو:** ص. اندران سخت- ٺهرو (ڪاٺ).
**پيڻ:** ذ. چنورن جي پيچي (ڪپڙي يا سُٽ کي سخت ڪرڻ لاءِ). وڻ جو هڪ قسم. هڪ قسم جو داڻي پکي (جنهن جو تيل دوا طور ڪم اچي).
**پيَڻ:** ث. بلا جو هڪ قسم (خصوصاً ٿر ۾ ٿئي).
**پيَڻ، پيئَڻ:** م. پاڻي يا ڪا پاڻيٺ واپرائڻ. چڪڻ (تماڪ). چهڻ- جذب ڪرڻ.

**پي وجھڻ:** ڏوگهي چِڏڻ. جذب ڪرڻ. ماري چِڏڻ (ڪاوڙ). برداشت ڪرڻ (صدمو).

**پِيَہ:** ذ (ھ) محبوب.

**پِيو:** ذ. پيءُ- اَبو.

**پيوڙي:** ث. پيلي رنگ جي مٽي. پيلو رنگ.

**پَيوست:** ص (ف) جڙيل- ڳنڍيل. پيتل.

**پَيوَستہ:** ص (ف) مليل- جڙيل- ڳنڍيل. چنبڙيل. ڪُپايل. لاڳيتو- مسلسل.

**پيوستگي:** ث. جوڙ. ميلاپ. تعلق- واسطو. دوستي.

**پيوَند:** ذ (ف) جوڙ- ميلُ. ڳانڍاپو. تعلق. چَتي. ڳنڍ. هڪڙي وڻ جي شاخ ٻئي وڻ ۾ هڻڻ.

**پيوندڪار:** ذ. موچي. درزي. باغائي. ڳنڍ توپي وارو.

**پيوندڪاري:** ث. ڳنڍ توپ (قلم. عضون وغيره جي).

**پيوَندي:** ص. قلم هنيل (وڻ)- چشمو لڳل (وڻ).

**پِيھ:** ث. پيسجڻ جي حالت (ڳاهٽ ۾). ڳاهٽ- سوڙھ (ماڻهن جي). چِپ- پيڙ.

**پيهات:** ث. سوڙھ. لڱن جي سُور جي تڪليف.

**پيھ پيهان:** ث. ڳپاڳيھ- ڪلھي ڳس. سوڙھ ڳهٽ.

**پيھ ڳيھ:** ث. پيڪڙو. پيڙ- رَش.

**پِيهر، پِهر:** ث. لوڙهو (ٻنيءَ ڪي).

**پيهائي:** ث. اٽو وغيره پيهائڻ جي اجرت- پيسائي.

**پيهائڻ:** م. اٽو ڪرائڻ. جنڊ يا جانڊ ۾ سنهو ڪرائڻ.

**پَيھم:** ظ (ف) لاڳيتو- متواتر- هڪٻئي پٺيان.

**پيهَڻ:** م. گهڙڻ- اندر ٿيڻ- داخل ٿيڻ.

**پيهَڻ:** م. اٽو ڪرڻ (چڪيءَ يا جنڊ ۾). ڪَرڻ (ڏند).

**پيهُنو پيهَڻ:** سخت محنت ڪرڻ- سخت پورهيو ڪرڻ.

**پيهي اچڻ:** اوچتو مٿان اچي ڪڙڪڻ. زورمَس ڪري داخل ٿيڻ.

**پيهي چِڏڻ:** اٽو ڪرڻ. ڪُٽي ذرا ذرا ڪرڻ. تباھ ڪرڻ.

**پيهو:** ذ. پوک جي سنيال ۽ جهار هڪلڻ لاءِ ٻنيءَ ۾ نهيل عارضي ڇپَرُ.

**پيهو هڪلڻ:** جهر هڪلڻ.

**پيهوڙي:** ث. ڍانڊيڪي ٻيءَ جو هڪ قسم.

**پيهُون:** ذ. اوباري. سنڪائي چٽيل چانور.

**پيهي:** ث. ننڍڙو پيهو. اڳ ۾ يا گهر کان ٻاهر سمهڻ لاءِ ننڍڙو پيهو.

**پيءُ:** ذ. اَبو- بابو- والد.

**پيءُ ڏاڏو:** خاندان جو وڏو- بزرگ.

**پيئيتو:** ص. پيءُ جو اولاد (پرماءُ ٻي مان هجي).

**پيئرو:** ذ. مڪڙو گهوڙو- سَمنڊ گهوڙو.

**پيئي ليئي:** ث. اگهائي- ناچاقائي- بيماري.



**ج:** ث. اُچار "جيم". سنڌي الف- بي جو يارهون اکر. فارسيءَ جو ڇهون ۽ عربيءَ جو پنجون اکر. ابجد موجب عدد (3).

**جا:** ض. جيڪا. (ث) جاءِ- هنڌ. مجال- طاقت.

**جابُ:** ث (انگ) آسامي- ملازمت جي جاءِ. نيڪو.

**جابانُ:** ذ. رِڻ- برپٽ. سنج- ويراني.

**جابَجا، جاءِ بجاءِ:** ظ (ف) هر هنڌ- جتي ڪٿي.

**جابر:** ص (ع) جبر ڪندڙ- ڏاڍ ڪندڙ- زبردست.

**جابُر:** ص. مزورن کان ڪم وٺندڙ. نيڪيدار.

**جابلُو:** ص. جبل جو. پهاڙي (جانور وغيره).

**جابول:** ث. چؤبول.

**جابولڻ:** م. بَڪڻ- وڦلڻ. هٿوراڙيون ڏيڻ.

**جات پات:** ث. برادري- جماعت. فرقو. قبيلو. حسب نسب. ذات پات.

**جاتي:** ث (سن: جاتيہ) فرقو. جماعت.

**جاتيرو:** ص. خانداني. بنيادي. اشراف گهراڻي جو.

**جاتو:** ص. مضبوط- پختو- پڪو.

**جاٽ:** ث (سن: ياتر) جاترا- تيرٿ (اُڏيري ۾ جاٽ جو ميلو). هَر سال ڪيڙيل (ڏهن ويهن اوڙن وارو زمين جو ٽڪر).

**جاٽا:** ث. (سن: ياترا) ياترا- تيرٿ.

**جاٽڻ:** م. جٽاءُ ڪرڻ. ترسڻ- رهڻ.

**جاٽون هڻڻ:** خراب هلت هلڻ. آزارڻ- ڏک ڏيڻ.

**جاٽي:** ص. جاتري- ياتري.

**جاٽولو:** ص. ڏڻ کان ٽٽل يا رُليل چوپايو ڍور. ڇڙواڳ- نڌڻڪو.

**جانو:** ذ. جانٺو.

**جاثيرو:** ذ.خانداني-اشراف-بنيادو.

**جاپ:** ذ(سن.جَپ) عبادت-بندگي-پوڄا.ذڪر-ورد-وظيفو.

**جاپاني:** ص.جاپان مُلڪ سان لاڳاپو رکندڙ.(ث) جاپان جي ٻولي.

**جاجَڪُ، جاجِڪ:** ص.منگتو-فقير-سوالي.ڳائي خيرات وٺندڙ منگتو.

**جاجهه:** ث.گهڻائي-زيادتي.ٻَڪ-ٻَخي.ديگهه.

**جاچَ:** ث.ڏسو 'جانچ'.

**جاچنا:** ث.دريافت-پڇا.ڳولا-تلاش.آزمائش-پرک.

**جادَ:** ث.ٻاس ٻاسيل وارن جي چڳ (جيڪا چوٽيءَ يا لونڊڙيءَ تي چڙهيل هجي).

**جادا:** ذ.چِٽڙا.لونڊڙين وارا وار.ميندا.

**جاداري:** ث.ٻيڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ تختو.

**جاد شير:** ث.پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**جادَمُ:** اسم خاص.سمن جي قبائلي پيڙهيءَ ۾ وڏو ڏاڏو.هڪ مشهور سمو سخي سردار-جادم جکرو.

**جادُو:** ذ(ف) سحر-طلسم.منڊ-منتر.

**جادو اثر:** ص.فوراً اثر ڪندڙ-نهايت اثرائتو.

**جادو بيان:** ص.گفتگوءَ ۾ جادو جهڙو اثر رکندڙ.

**جادو جاڳائڻ:** جادوءَ جو عمل ڪرڻ.موهي وجهڻ-منڊي وجهڻ.

**جادو جنتر:** جادو ۽ منتر.سڳو ڦيڻو-دعا تعويذ.

**جادُوگرُ:** ص.جادو ڪندڙ-ساحر.

**جادُوگري:** ث.جادو جو هنر-طلسم.

**جادو نگار:** تحرير ۾ ڪمال جو صاحب-اثر ڀري نڪتي لکندڙ.

**جادو وَنسي:** ذ(هه) قديم راجپوت گهراڻي جي هڪ شاخ (ڪرشن مهاراج هن شاخ مان هو).

**جادَه:** ذ.رستو-گس.رسم-دستور.

**جاڏو:** ص.وڏو ۽ چوڏکيو (جبل).سگهارو.جانٺو-پهلوان.

**جاڏي:** ظ.جيڏانهن-جنهن طرف.

**جاذِبُ:** ص(ع) جذب ڪندڙ-ڇهندڙ.ڪشش ڪندڙ.ڇڪيندڙ.

**جاذِبه:** ث.ڪشش واري قوت-ساهواريءَ مرڪزو جذب ڪندڙ قوت.

**جارُ:** ذ.جوش جذبو.ڳڻتي-فڪر.اُڌمو.ڏک.افسوس.

**جارائتو:** ص.فڪرمند.جفاڪش.همت وارو.

**جارجَٽ:** ذ(انگ) هڪ قسم جو سنهو ريشمي ڪپڙو.

**جارِح:** ص (ع) جرح ڪندڙ-سوال پڇندڙ.حملو ڪندڙ.زخم رسائيندڙ.

**جارِحانو:** ص(ع) نقصان وارو.اگرائيءَ وارو.زخمي ڪندڙ.

**جارِحيت:** ث(ف) اگرائيءَ وارو قدم (حملي ۾)-ناجائز ڪام.

**جارَڪَ:** ث.ڪرڪ (ڪجي جو ميوو).

**جارو:** ذ.گهر جي پٽ ۾ ٺهيل ڳڙک-طاق (سامان رکڻ لاءِ).

**جارُوبُ:** ذ(ع) ٻهارو-جهاڙو.

**جارُوب ڪَش:** ذ.ٻهاريدار.

**جاري:** ظ(ع) وهندڙ.هلندڙ.چالو-رائج.

**جاري ساري:** ٻنا روڪ ٽوڪ جي چالو.عام جام.

**جاڙ:** ث.ڏاڍ-ظلم.جٺ.

**جاڙ جُٺ:** عقوبت-تعدي.

**جاڙون ڪرڻ:** تڪليفون ڏيڻ.

**جاڙ:** ص.اجايو-بيفائدو.بيڪار-فضول.بي سبب.غيرواجبي.

**جاڙا:** ص.ٻه ڪَڏ جڙيل (ٻار ڦر).

**جاڙا پِرُون:** ذ.وڏاءِ گهاٽ پِرُون (جيڪي ٻنا وڇيءَ جي هڪٻئي سان ڳنڍيل هجن).

**جاڙا هڻڻ:** ٻنهي ڄنگهن ۾ هڪ ئي وقت جانشا هڻڻ.

**جاڙو:** ص.ٻن ڳَنڍ جڙيل ٻن ٻارن يا ڦرن مان هڪڙو ٻار يا ڦر.(ث.جاڙي).

**جاز:** ذ(انگ) هڪ قسم جو ناچ ۽ موسيقي.

**جازتي، جاستي:** (ف: زيادتي).مقرر انداز يا تور کان زيادهه-وڌيڪ-سرس.

**جاسَ:** ث(ع:يأس) پريشاني-ڳڻتي.نااميدي.

**جاسُوس:** ذ(ع) ڳجهيءَ طرح خبر لهندڙ-جاسوس.

**جاسوسي:** ث.خفيه طور خبر لهڻ جو پيشو.

**جاسين:** ظ-جيستائين-جيسين.

**جافَر:** ذ.هڪ قسم جو وکر-جائفل.

**جافران:** ث(ع:زعفران) زعفران-ڪيسر.

**جاڪڻ:** م.سنڀال ڪرڻ-سوگهو ڪري رکڻ.

**جاڪون لاڪون:** جڏهن ڪان وني-جنهن وقت ڪان وني.

**جاڪيٽُ:** ذ(انگ) ننڍو ڪوٽ (پائڻ جو).

**جاڪَ:** ث.سونارڪن جو مصالحو.اوجر.

**جاڪرا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**جاڪڻ:** م."جاڪ" هڻي اجارڻ (ڳهه).

**جاکوڙ:** ث.ڪشالو-جفاڪشي.پيچ ڊوڙ واري ڳوٺ ڦوٽ.سخت محنت وارو پورهيو.

**جاکوڙڻُ:** م.ڪشالا ڪڍڻ.سخت محنت ڪرڻ.جفاڪشيءَ سان حاصل ڪرڻ.

**جاڳوڙا ڪڍڻ:** ڪشالا ڪڍڻ. ڏاکڙا ڏسڻ. تڪليفن کي منهن ڏيڻ.
**جاڳت:** ث. جاڳڻ- جڳت. هوشياري. پهرو- چوڪسي.
**جاگرافي:** ث (انگ) ڌرتيءَ جو علم- علم الارض.
**جاگرت:** ص (سن) سجاڳ- بيدار. هندو فقيرن جي هڪ منزل.
**جاگرتا:** ث. جاڳرت.
**جاگير:** ث (ف) حاڪم طرفان انعام طور مليل زمين.
**جاگيردار:** ص. جاگير جو مالڪ.
**جاگيراڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
**جاڳَ:** ث. سجاڳي- بيداري. ننڊ مان سارَ.
**جاڳارڻ:** م. جاڳائڻ.
**جاڳائڻُ:** م. سجاڳ ڪرڻ- بيدار ڪرڻ. ننڊ مان اٿارڻ. خبردار ڪرڻ.
**جاڳتو:** ذ. ڌاندو.
**جاڳر:** ث. جڻيوت ڪڍڻ لاءِ سرندي جي نهرن تي تونتڻ ڦيٽڻ جو عمل.
**جاڳرتا:** ث. بيداري- سجاڳي شعور.
**جاڳڻُ:** م (سن: جاگر) سجاڳ ٿيڻ- بيدار ٿيڻ. اٿڻ (ننڊ مان). وجهڻو ڪرڻ. خبردار ٿيڻ.
**جاڳو:** ذ. رات جي بيداري- او جاڳو. شادي جي ڏينهن کان اڳ واري رات جو زالن جو جشن. رمضان شريف ۾ روزي رکڻ لاءِ جاڳائڻ جو نظم.
**جاڳوتو:** ذ. نوڙ. جيڪو جوڳي فقير مٿي کي ويڙهين- سيلهو.
**جاڳهه:** ث. گهر جي جاءِ. جڳهه- هنڌ. ماڳ.
**جاڳير:** ث. جاگير.
**جاڳيل:** ص. بيدار ٿيل- اٿل (ننڊ مان). سجاڳ- هوشيار- خبردار.
**جالُ:** ذ. گهڻو- جهجهو- بي انت.
**جالارُ:** ذ. گهڻو پاڻي (برسات جو. درياءَ جو)
**جالارو:** ص. گهڻو وهندڙ (پاڻي)- جهجهو پاڻي.
**جالَرَ:** ذ. گهڻ گهڙيال- دهل دماما.
**جالنگُ:** ذ. ڏاس جو نهيل وڏو پورو. ڦرن جي ڏائڻ کان بچاءَ لاءِ چوپائي مال جي ٿڻن تي چڙهيل ڳوٿري.
**جالڻُ، جالڻَ:** م. گذارڻ- گهارڻ. بسر ڪرڻ. ڪاٽڻ (حياتي). جيئڻ. نباهڻ.
**جالوت:** اسم خاص. هڪ بادشاهه جو نالو. جيڪو حضرت دائود عليہ السلام هٿان قتل ٿيو. (بادشاهه. طالوتءَ جالوت).
**جالوري:** ذ. مارواڙي اُٺ جو هڪ نسل.
**جامُ:** ذ (ف) پيالو (ظ) گهڻو- جهجهو. تمام گهڻو.
**جام تي جام چاڙهڻ:** خوب شراب نوشي ڪرڻ.
**جام جم:** ذ. جمشيد بادشاهه جو روايتي پيالو (جنهن ۾ هو دنيا جا حالات ڏسندو هو).
**جامَ:** ذ (انگ) مربو.
**جامدُ:** ص (ع) جميل. پهڻ وانگر هڪ هنڌ پيل.
**جامردُ، جامَرّدُ:** ص. جوان مڙس. سگهارو. پهلوان مڙس.
**جامعُ:** ص (ع) جمع ڪندڙ- گڏ ڪندڙ. مڪمل (تفصيل سان). سربستو.
**جامع العُلوم:** ذ. هر قسم جي علمي ۽ فني معلومات تي مشتمل ڪتاب- انسائيڪلوپيڊيا.
**جامع مسجد:** ث. شهر جي وڏي مسجد (جنهن ۾ جمعي جي نماز ٿئي).
**جامعہ:** ث (ع) اعليٰ تعليم واري درسگاهه- يونيورسٽي.
**جامڪي:** ث. ڏوردار بندوق.
**جامڪي:** ذ. پرت جو هڪ قسم.
**جامو:** ذ (ف: جامہ) ڪپڙو. لباس- پوشاڪ. ڊگهو چولو. پهراڻ فقيرن جو ڊگهو چولو- ڪفني.
**جامو ٽرڻ:** جسماني آرام حاصل ٿيڻ.
**جامو مٽائڻ:** وفات ڪرڻ- لاڏاڻو ڪرڻ.
**جامي مان نڪرڻ:** فخر ڪرڻ- ٽلڻ. خوشي يا غصي سبب آپي مان نڪرڻ
**جاميٽري:** ث. پيمائش جو علم- اقليدس.
**جامير:** ذ. قبو- مقبرو. سجده گاهه. پاڪ جاءِ.
**جان:** حرف جملو. جيان- وانگر- مثل. يا- يان. جنهن مهل- جنهن وقت.
**جان:** ث (ف) روح- ساهه. حياتي. جسم. بت. بدن. حوصلو. طاقت. سگهه.
**جان آفرين:** ص. ساهه جو جهندڙ. خدا تعاليٰ.
**جان آزاري:** ڏک ڏيڻ- ستائڻ.
**جان جوکي ۾ وجهڻ:** مصيبت ۾ ڦاسڻ. سخت تڪليف هيٺ اچڻ.
**جون چورائڻ:** ڪم ڪرڻ کان گسائڻ.
**جان ڇڏائڻ:** پاڻ کي آجو ڪرڻ. بچي وڃڻ.
**جان جي بازي لڳائڻ:** جان قربان ڪرڻ.
**جان ماري ڪرڻ:** سخت پورهيو ڪرڻ. سخت پاڻ پتوڙڻ.
**جان وٺڻ:** ساهه ڪڍڻ- مارڻ. خون ڪرڻ.
**جانارُ:** ذ. جانور.
**جانان:** ذ. محبوب- دلبر- پيارو.
**جانبُ:** ذ (ع) طرف- پاسو.
**جانبدارُ:** ص. پاسو ڪندڙ- طرفدار. حمايتي.
**جانبداري:** ث. طرفداري- حمايت- پاسخاطري.
**جانبُ، جانبَ:** ذ (ف) پيارو- محبوب. دلدار. جاني.

**جانبازُ:** ص(ف) جان جي بازي لڳائيندڙ (پهلواني ۾). بهادر پهلوان.

**جانبازي:** ث. سخت خطري ۾ ڪُڏي پوڻ. بهادري.

**جان بَخشي:** ث. (ف) جيئدان - موت کان معافي.

**جان بَلَب:** ظ (ف) ساهه چپن تي - مرڻ ويجهو.

**جانپُوتو:** ذ. جهپ هڻي کسڻ - جهپو. رانپُوتو.

**جانپُوتجَڻُ:** م. رانپوتا هڻي وڙهڻ.

**جانئو:** ذ. مله جو هڪ داءُ - جانو. (ص) مضبوط هڏ ڪاٺ وارو سگهارو.

**جانئا هڻڻ:** انگڙا هڻڻ. رنبڪون وجهڻ.

**جانئو جوان:** مضبوط جسم وارو. دلير. پهلوان.

**جانجڙو:** ذ. مينهن جو ڦڙو - بُوند.

**جانجڙو مينهن:** ذ. وڏڦڙو مينهن - اوهيرن وارو مينهن.

**جانجه:** ث. هڪ قسم جو ساز.

**جانجهر:** ث. پيرن جو هڪ ڳهه.

**جانجهرو:** ص. تکو (ڪم جو) - چوهو.

**جانچ:** ث. امتحان. آزمائش - پرک. چڪاس - تپاس. پڇا ڳاڇا. ڳولها ڦولها. تلاش. نظرداري - سنڀال. تفتيش (واردات جي).

**جانچ پڙتال:** ث. نظرداري. مٿاڇري چڪاس.

**جانچ جُونچ:** ث. چڪاس. ڳولها ڦولها. وڙول.

**جانچڻُ:** م. ڏسڻ - نهارڻ. تکڻ. چڪاسڻ. پرکڻ. ڳولها ڪرڻ. نظر ۾ رکڻ.

**جانچي جونچي:** ڏسي وائسي - تپاسي.

**جانچي ڇڏڻ:** ڏسي ڇڏڻ. نظر ۾ رکڻ.

**جانچوس:** ذ. جاسُوس.

**جانچوسي:** ث. جاسُوسي.

**جانداهَ، جاندهَ:** ث. وڏو جَنڊ - چَڪِي.

**جاندِي:** ص. جنڊ آهوڙو.

**جاندارُ:** ص(ف) ساهوارو - حيوان. همت وارو.

**جانسِري:** ث. جوئر يا جُوار جو هڪ قسم.

**جان سوز:** ص. جان جلائيندڙ. معشوق.

**جانسِين:** ظ. جيستائين - جيسين.

**جان فَشاني:** ث(ف) سخت محنت - ڏاڍي ڪوشش.

**جانڪاهَ:** ص(ف) ساهه سُڪائيندڙ. سخت تڪليف وارو.

**جانڪيتان:** ظ. جيستائين. تان ته.

**جانڪَني:** ث(ف) سڪرات - پوين پساهه.

**جانڪَستو، جانگستو:** ص. همت پريو - طاقتور - سگهارو. دلير.

**جانڪَڻُ:** م. سنڀالڻ - هٿيڪو ڪري رکڻ.

**جانڪي:** ظ. جيستائين.

**جانگدازُ:** ص(ف) جان کي ڳاريندڙ - ماريندڙ.

**جانگيو:** ذ. ڪڇو. لانگوٺ.

**جان نِثارُ:** ص(ف) ساهه فدا ڪندڙ - وفادار.

**جانو:** ذ. پڇتاءُ ظاهر ڪرڻ يا معافي وٺڻ لاءِ نڪ تي آڱر گهمڻ. توبهه.

**جانا پِرڻ:** معافي يا بيزاري لاءِ توبهه ڪرڻ.

**جانورُ:** ذ(ف) ساهوارو - حيوان. ڍور. (ص) اڻ سڌريل. وحشي.

**جانهولو، جانهوليو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو. گهه طور ڪتب اچي.

**جاني:** ص(ف) جان جو - ساهه جو. ساهه کان پيارو. محبوب. معشوق.

**جاني دوستُ:** ذ. پيارو دوست. دل گهريو يار.

**جانِ:** ث(ف: جوان) هڪ ٻُوٽو ۽ ان جو ٻج.

**جاوا:** اسم خاص. انڊونيشيا جي ويجهو هڪ مکيه ٻيٽ. هڪ مکيه ٻاگو (گرم مصالحي کان مشهور. اڳاتي وقت ۾ سنڌي ٻيڙيا تا اتي سوداگري لاءِ ويندا هئا).

**جاوا ڪرڻ:** جهجهو مال هٿ ڪري عيش ڪرڻ. ڊؤ ڪرڻ. موجون ڪرڻ.

**جاودانُ:** ظ(ع) هميشه - سدائين.

**جاوداني:** سدائين هجڻ. هميشگي - دوام.

**جاهُ:** ذ(ف) رتبو - درجو. عزت. شان. دٻدٻو.

**جاهه و جلال:** ذ. شان شوڪت - رعب تاب.

**جاهه و حشم:** ذ. دٻدٻو - شان شوڪت.

**جاهِلُ:** ص(ع) بي علم - اڻ پڙهيل. بيوقوف. نادان.

**جاهِليت:** ث. بي علمي. بيوقوفي. اڻڄاڻائي.

**جاءِ:** ث(ف) جڳهه. هنڌ - جُوءِ. گهر - مڪان. نڪاڻو. موقعو.

**جاءِ اچڻ:** نڪاڻي اچڻ (عقل). پوري هنڌ اچڻ.

**جاءِ پِرڻ:** ڪمي پوري ڪرڻ. جاءِ والارڻ. لياقت ۽ حيثيت ۾ برابر ٿيڻ.

**جاءِ پناهه:** ث. پناهه جي جاءِ. بچاءَ جو گهر. امن وارو هنڌ.

**جاءِ سُڪونَت:** ث. رهڻ جو هنڌ.

**جاءِ ضرور:** ذ. ڪاڪوس.

**جاءِ نَشين:** ص. قائم مقام - عيوضي. نائب.

**جانگيرُ:** ص. ٿانيڪو.

**جاءِ وٺڻ:** ٻيهڪ اختيار ڪرڻ. قرار وٺڻ.

**جاءِ نه هئڻ:** مقابلو ڪري نه سگهڻ. مجال يا طاقت نه هئڻ.

**جايون جوڙڻ:** گهر اڏڻ. سمهجي وڃڻ.

**جايون وَسائڻ:** ماڳ وَسائڻ - وڏن جاتاڪ آباد ڪرڻ.

**جائدادَ:** ث(ف) غير متحرڪ ملڪيت. گهر گهاٽ. زمين. ملڪيت.

**جائداد غير منقولہ:** ث. بئي هنڌ کڄي نہ سگهندڙ ملڪيت (زمين، گهر وغيره).

**جائداد مَنقولہ:** ث. بئي هنڌ کڄي سگهندڙ ملڪيت (ناڻو، مال وغيره).

**جائدو ڪرڻ:** انجام ڪرڻ- قول ڪرڻ.

**جائز:** ظ(ع) قانون مطابق مباح. واجب- حلال- روا. درست. صحيح.

**جائز بَڌڻ:** ملاقات جو وقت مقرر ڪرڻ- انجام بَڌڻ.

**جائزو:** ذ(ع) پرک- امتحان. معائنو- جاچ. پڙتال.

**جائزو وٺڻ:** معائنو ڪرڻ. اندازو لڳائڻ.

**جائقل:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**جائو:** ذ. ٻوٽي يا وڻ جو هڪ قسم- لئو.

**جائو شير:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**جائون:** ذ. چوپائي مال جي اوجهري ۾ پيدا ٿيندڙ جيت (ڳاڙهيون گڏرون).

**جائي:** ظ. پڪ سان- سچ پچ. ضرور.

**جائي پائي:** پڪ پڪائي. يقيني. سچ پچ.

**جائيتو:** ظ. جاءِ تي- هٿيڪو- محفوظ.

**جَبات:** ذ. مشڪ يا ڪٿوري.

**جَبار:** ذ(ع) الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. نهايت وڏي طاقت وارو.

**جَبر:** ذ(ع) طاقت- سگهه. ڏاڍائي. ظلم- ڏاڍ.

**جبراً:** ظ. زوريءَ زبردستي.

**جَبرو:** ص. زورآور- ڏاڍو. زبردست. ظالم.

**جَبرو جُنگ:** ص. طاقتوار وڏو پهلوان.

**جبروت:** ذ(ع) قدرت- طاقت. عظمت- وڏائي. جلال. سلوڪ جي ٽئين منزل.

**جبريل، جبرئيل:** ذ(ع) خاص چئن فرشتن مان هڪ فرشتو (جيڪو پيغمبرن تي وحي کڻي اچي).

**جَبل:** ذ(ع) پهاڙ- ڪوهه- ڏونگر.

**جبل تاڪڻ:** سخت ڪرڻ. ڪو وڏو نمايان ڪم ڪرڻ.

**جَبل جهاڳڻ:** اٿانگا پنڌ ڪرڻ. تڪليفون ڪاٽڻ.

**جبل سان متو هڻڻ:** پاڻ ڏاڍي سان مقابلو ڪرڻ.

**جبلت:** ث(ع) اصلي طبيعت. خاصيت. سرشت. پيدائشي فطري قوت.

**جِبلي:** ص(ع) پيدائشي. حقيقي. طبعي- اصلي.

**جبو:** ذ(ع: جُبہ) ڪفنيءَ جهڙو ڊگهو ڪوٽ (جيڪو بدن ۾ ڍرو ۽ ٻانهون ويڪريون ٿونئين تائين. عام طرح عالم سڳورا پائين).

**جُبير:** ص. وڏي چولي وارو- جبو پهريندڙ.

**جَبين:** ث(ف) پيشاني- نراڙ.

**جَبين سائي:** ث. منٿ. نوڙت. خوشامد.

**جَٽ:** اسم خاص. بلوچن جو هڪ اڳاٽو قبيلو. بلوچ.

**جَٽُ:** ذ. اُٺ هڪليندڙ ۽ چاريندڙ- اوٺي.

**جت:** جنهن هنڌ- جتي.

**جت ڪت:** ظ. هر هنڌ- هر جاءِ- جتي ڪٿي.

**جُٽُ:** ذ(سن: يُت) جوڙو (مثلاً: سڳين. ايرينگن وغيره جو). ٻن شين جو سٽُ.

**جتان:** ظ. جنهن هنڌان- جنهن جاءِ کان- جتئون.

**جَتائڻ:** م. ٻڌائڻ- ڏسڻ- واقف ڪرڻ. ياد ڏيارڻ.

**جَتر:** ص. سخت- ڏاڍو- کهرو.

**جَتن:** ذ (سن: يتن) ڪوشش- سعيو. حيلو- اُپاءُ. خبرداري- احتياط. تدبير- اٽڪل.

**جَتن ڪرڻ:** حيلا هلائڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**جَتو، جَتي:** ص. خواهش کي ترڪ ڪندڙ. پارسا- پرهيزگار. تارڪ- زاهد. (ث. جَتي).

**جَتو ستو، جَتي سَتي:** ص. بنا شاديءَ جي مجَرد ٿي رهندڙ. زاهد ۽ پرهيزگار. سچ ۽ حق تي هلندڙ.

**جَتوئي:** اسم خاص. بلوچ قوم جي هڪ ذات جو نالو (سنڌ ۾ وڏي تعداد ۾ آباد).

**جتي:** ظ. جنهن هنڌ. جنهن وقت.

**جتي پوڻ اُتي وِهامڻ:** پڪو نڪاتو نہ هئڻ.

**جتي ڪٿي:** ظ. هر هنڌ- جابجا.

**جتي ڪائڻ اُتي هنگڻ:** بدفضيلتو ٿيڻ. بدتميزي ڪرڻ. فائدو رسائيندڙ کي نقصان ڏيڻ.

**جتي مُڙهه تتي مُقام:** روزگار واري هنڌ گهر گهاٽ.

**جُتي:** ث(ف: جفت) پيزار- پاپوش- ڪفش.

**جُتيءَ جوڙ:** ص. جُتي جوڙي رکندڙ. ٻانهو- نوڪر.

**جُتي چَنڊڻ:** چاپلوسي ڪرڻ. خدمت ڪرڻ. راضي ڪرڻ.

**جُتيءَ سوڊو جهوليءَ ۾ پوڻ:** بي ادب ٿيڻ- بدفضيلتو ٿيڻ.

**جُتي گسائڻ:** گهڻو پنڌ ڪرڻ. گهڻو اچڻ وڃڻ (عرض يا ڪم لاءِ). ڏاڍو پنڌ ڪرڻ.

**جُتيءَ ۾ پير پائڻ:** برابري ڪرڻ- ثاني يا شريڪ ٿيڻ.

**جُتي نصيب ٿيڻ:** موچڙا ملڻ. رسوائي ۽ بدنامي حاصل ٿيڻ.

**جُتيون چَٽڻ:** چاپلوسي ڪرڻ. خدمت ڪرڻ.

**جَٿو:** ذ. گروهه- ٽولو- جماعت. انبوهه- هجوم.

**جُٽ:** ص(سن: يُڪت) جڙيل- ڳنڍيل- لاڳو. شريڪ- ڀٽ. صلاحو.

**جَٽا:** ث(سن) ويڙهيل وار- وانگوڙو. چوٽي (وارن جي)- چڳ.

**جَٽا ڏارڻ:** وڏا وار ڪائڻ- مٿو نہ کوڙائڻ.

**جَتاداري:** ص.ساڌو- جوڳي ( جنهن جا وار وڌيل ۽ چڳون هجن ).

**جَتا هانسي:** ذ.سرهي مر (پسار ڪووکر ).

**جَتاءُ:** ذ.پائداري- استحڪام.بقاءُ.

**جَتاءُ ڪرڻ:** گهڻو وقت هلڻ- پائدار هئڻ.

**جَتاءُ دار:** ص.ديرپا- جهلائو.پائدار.

**جَتڻُ:** م.جتاءُ ڪرڻ.قائم رهڻ.گذارڻ- گهارڻ.

**جُتڻُ:** م.جنبڻ- مشغول ٿيڻ- لڳي وڃڻ ( ڪم ۾ ).

**جَتو:** ص.ٿلهو- متارو.سگهارو.مضبوط.

**جُٺ:** ث.تنبيهه- ملامت.لعنت ملامت.تعدي.

**جُٺَ ڦٺ:** ث.لعنت ملامت.تنبيهه.تعدي- عقوبت.

**جُٺيون جَهلڻ:** ٺڪ بجو ٿيڻ- لعنت ملامت ٿيڻ.تعدي ٿيڻ.

**جَڙُ:** ص.ڏکيو- سخت- ڏاڍو.

**جُثو:** ذ(ع:جُثہ) بدن- جسم.

**جَپُ:** ذ(سن) پاٺ.پوڄا پاٺ.منتر.

**جَپ تَپ:** ورد وظيفو- عبادت ۽ ذڪر.

**جَپ مالا:** ث.تسبيح- سمرتي.

**جپسم:** ذ(انگ) هڪ قسم جو معدني پٿر.

**جَپَڻُ:** م (سن) جَپُ ڪرڻ. پوڄا پاٺ ڪرڻ. مالها ڦيرائڻ. دعا گهرڻ. ڪنهن جو نالو وٺي بندگي ڪرڻ.

**جَجُ:** ذ(انگ) فيصلو ڪندڙ.قاضي.منصف.

**جِجا، جِجَ:** ث. ڪني ۽ ان وٽندڙ شيءِ ( جيڪا ڇهڻي پوي ). مصيبت.(ص) زوري ڇنبڙي پوندڙ ( ماڻهو ).مَڇڏ.

**جِجان فِجان:** گارگند- واهيات گفتگو.

**جِجائُو:** ذ.جِجا.بارن کي ڏيڄارڻ لاءِ خالي پوائتي شيءِ- بائُو.

**جِڄڪي:** ث.ريچڪ- پور.لهر- موج.

**جَجمينٽ:** ث(انگ) لکيل فتويٰ ۽ فيصلو.

**جَجونتي:** ث.هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**جُڄُ:** ذ.ڪاڄ.شاديءَ جي مجلس.ڏڻُو (ڪاڏي جو ).

**جَحيم:** ث(ع) دوزخ جي باهه.

**جَدُ:** ذ(ع) سياڻپ.بزرگي.ڏاڏو.

**جَد اَمجد:** ذ.پڙ ڏاڏو.

**جَدَ:** ث.پيڙهي- پِري.

**جَدِي:** ص.اباڻو- ڏاڏاڻو.موروثي.

**جُدا:** ظ (ف) الڳ- ڌار- علحيدو. مختلف- نرالو- نيارو- انوکو.ڇڙو ڇڙ.

**جُدا ڪرڻ:** الڳ ڪرڻ- ڌار ڪرڻ.نفاق وجهڻ.

**جُدا جُدا:** ظ(ف) ڌار ڌار- الڳ الڳ.پري پري.مختلف.ڇڙو ڇڙ.

**جُداگانه:** ظ(ف) علحيده- جدا- متفرق.

**جدال، جَدَل:** ث(ع) لڙائي- جنگ.

**جُدائي:** ث(ف) علحيدگي.فراق- وڇوڙو.

**جِدت:** ث(ع) نئين ڳالهه- نوان.

**جِدت پَسند:** ص. جديد ڳالهين ۽ شين جو چاهه رکندڙ- قدامت پسند جو ضد.

**جَدوجَهد، جدوجَهد:** ذ (ع) ڪوشش- سعيو. ڊڪ ڊوڙ. حيلو وسيلو. پاءُ. محنت- پورهيو.

**جَدوَل:** ث (ع) صفحي جي چٽني پاسن واري ليڪ. رياضيءَ جي اصطلاح ۾ برابريءَ وارو ڪوڙو.

**جَدوَلي قَلم:** ذ.ڪتابن تي ليڪا وجهڻ جو لوهي چهنب وارو قلم.

**جَدِي:** ذ(ع) علم نجوم ۾ هڪ برج جو نالو.زمين جي چوڌاري هڪ خيالي ليڪو.

**جَدي گهيرو:** ذ. خط استوا کان ساڍا ٽيويهه درجا ڏکڻ طرف خيالي گهيرو.

**جُديار:** ظ.ڌار ڌار- جدا جدا.

**جَديدُ:** ص(ع) نئون.تازو.نڪور.

**جَڏَ:** ظ.جڏهن.

**جَڏالُ:** ص.جڏو.معذور.ضعيف.پوڙهو.

**جَڏائي:** ث.معذوري.اپرائي- ضعيفي.هيڻائي.

**جَڏو:** معذور- پِنگُو.بيمار- اگهو.بيڪار.

**جَڏا ڪم ڪرڻ:** نقصان جا ڪم ڪرڻ.

**جَڏا جِيارڻ:** معذورن يا محتاجن جي مدد ڪرڻ.

**جَڏهن:** ظ.جنهن وقت- جنهن مهل.

**جَڏهُوتو:** ظ.جڏهن کان- جڏهوڪو.جڏهانڪر.

**جُڊيشَل:** ص(انگ) عدالت سان لاڳاپو رکندڙ- عدالتي.

**جذامُ:** ذ(ع) ڪوڙهه جي بيماري.

**جَذبُ:** ذ(ع) ڇهڻ.ڇڪ- ڪشش.جوش.ڪاوڙ.

**جَذب ٿي وڃڻ:** ملي هڪ ٿيڻ.محو ٿي وڃڻ.

**جَذبو:** ذ(ع) ڇڪ- ڪشش.اڌمو.ڪاوڙ- جولان.

**جَذرُ:** ذ(ع) مڏو.بيو مول ( رياضيءَ ۾ ).

**جَر:** ذ(ع) ڪشش- ڇڪ.هيٺيون حصو.بنياد.

**جَرِ ثقيل:** ذ.ڳرو بار آسانيءَ سان ڪٿي سگهندڙ اوزار.

**جَرُ:** ذ(سن:جَل) پاڻي- آب- جَل.

**جَرَ تي جاٽون ڏيڻ:** درياءَ تي وڃڻ ۽ پوڄا ڪرڻ.

**جَر جو لوٽو هئڻ:** سخت اُڃايل هئڻ.

**جَرُتَرُ:** ذ.پاڻيءَ خشڪي- سمنڊ ۽ ڌرتي.

**جَرُ ڪُجَرُ:** ذ. نيڪيءِ بَدي. لَتَ ۽ ڪارن. دوئي - ٻيائي.

**جَر لهڻ:** انتونس.

**جِرُ:** ص. ڪوسو - تَتَل. ڪَڙو - تلخ - تکو.

**جِر پوڻ:** ٻَن پوڻ - ڪَڌيوڻ. سڙي مرڻ.

**جُرات:** ث. جُرئت.

**جَراثيم:** ننيڙا جيوڙا.

**جَراحُ:** ذ (ع) زخمن تي ملم پٽي ڪندڙ يا وڍي چيري صاف ڪندڙ - ويڄ.

**جَراحي:** ث. زخمن جو علاج ۽ وڍنڪَ - آپريشن.

**جَرارُ:** ص (ع) گهڻو لشڪر.

**جَرائم:** ذ (ع: جُرم جو جمع) ڏوهَ.

**جَرائم پيشہ:** ذ. عادتي ڏوهاري.

**جَرَحَ:** ث (ع) چيرُ - زخم - گهاءُ.

**جَرجَلو:** ذ (ع: زلزلہ) ڌرتيءَ جو ڌوڏو - زلزلو. مانڌاڻ. گوڙ گهمسان. روڄ راڙو.

**جُرح:** ث. ڪورٽ ۾ شاهد کان آڏي پڇا.

**جَرس:** ذ (ع) گَنهڊ - گَهڙيال. قافلي سان گَڏ وڏو گَهنڊ.

**جَرسي:** ث (انگ) بنا ٻانهن وارو اوني سئيٽر.

**جُرعہ:** ذ (ع) ڍڪ - سُرڪي.

**جَرِقَّل:** ذ. گلاب جون ڪليون (پسارڪو وکر). آتشبازيءَ جو هڪ قسم.

**جَرڪائڻُ:** م. چلڪائڻ. اُجارڻ.

**جَرڪَڻُ، جهرڪڻُ:** م. چمڪڻ - تجلو ڪرڻ. چلڪڻ.

**جَرڪو:** ذ. چلڪو - چمڪو. تجلو. اوجر.

**جِرگو، جَرگو:** ذ. قبيلن جي سردارن جي قبائلي فيصلن لاءِ گڏ جاتي. قومي پنچائت.

**جِرگو ويهڻ:** پنچائت ويهڻ - فيصلو ٿيڻ.

**جِرم:** ذ (ع) جسم - نوراني يا لطيف جسم (آسماني يا معدني شين بابت تعلق رکندڙ).

**جُرم:** ذ (ع) ڏوهہ - گناهہ. سزا جوڳو ڪم.

**جُرمانو:** ذ (ف) ڏوهہ جي عيوض سزا طور ورتل ڏنڊ - تاوان.

**جَرنا:** ث. تحمل. برداشت.

**جَرَڻ:** م. سَهڻ - برداشت ڪرڻ. هضم ٿيڻ (کاڌو).

**جَروار:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**جُرئَت:** ث (ع) بهادري - سورهيائي. همت. حوصلو.

**جُرئتَمند:** ذ. دلير - بهادر. همت ڀريو. حوصلي وارو.

**جَري:** ص (ع) بهادر - سورهيہ - دلير.

**جِريانُ:** ذ (ع) وهڪ - رواني. پيشاب جي بيماري.

**جريان نمبر:** ذ. سلسليوار هلندڙ نمبر جو انگ.

**جريب، جريبُ:** ذ (ع) ويهہ ويسوا ماپ جي ايراضي - اڌ ايڪڙ زمين.

**جريدو:** ذ (ع) چڙو - تنها. ڪتاب. اخبار.

**جرين:** ص. تمام ڏکيو. گهڻي پنڌ تي نئين پکڙيل.

**جَڙ:** ث. پاڙ - بيخ. بنياد - پيڙهہ. موتين يا ٽڪن جي پوڄ - جَڙت.

**جَڙ پاتال ۾ هئڻ:** زبردست پڪ هئڻ.

**جَڙ جَڙڻ:** محبت ۾ پئو ڪرڻ - قرب ۾ ڪرڻ.

**جَڙ کان ڪڍڻ:** پاڙئون پٽڻ. ناس ڪرڻ - برباد ڪرڻ.

**جَڙ لائڻ:** محبت جي ميخ هڻڻ. تعلق ڳنڍڻ.

**جَڙ لڳڻ:** پاڙون پختيون ٿيڻ - مضبوط ٿيڻ. لنئون لڳڻ - پيار ٿيڻ.

**جَڙُ:** ذ. اڻ سڪيل (وهٽ). اڻ هريل (ڍڳو). اڻ وهو (جيڪو هر يا گاڏيءَ ۾ وهيل نہ هجي) - جَڙو.

**جَڙات، جَڙاوَت، جَڙَت:** ث. ڳهڻ يا ننگن تي ٽڪن ۽ موتين جي پوڄ - مرصع ڪاري.

**جَڙاءُ:** ذ. جڙات.

**جَڙائڻ:** م. ٽڪون يا ننگ هڻائڻ (ڳهڻ تي) - مرصع ڪاري ڪرائڻ.

**جَڙائي:** ث. ڳهڻ تي ٽڪن يا موتين مڙهائڻ جي اجرت.

**جَڙائيندو:** ص. ٺهڪندڙ - موزون - مناسب.

**جَڙتُو:** ص. ٺڳراڏو - جعلي - نقلي. مصنوعي.

**جَڙد مَڙد:** ٺلهو متارو - سگهارو.

**جَڙ کُول:** ص. پوڙهو. ڏٻرو. ٽڪل.

**جَڙَڻُ:** م. جڙت ڪرڻ (ٽڪن يا ننگن جي). مڙهڻ (موتي) - پوڄ ڪرڻ.

**جُڙَڻُ:** م. ٺهڻ - تيار ٿيڻ - ڳنڍجڻ. ٺهڪي اچڻ. ملڻ - حاصل ٿيڻ.

**جُڙَڻ جَڪڻ:** ٺهي ٺڪي تيار ٿيڻ. هار سينگار ڪرڻ.

**جَڙيءَ ڪي جس:** محاورو. جيڪي ٿيو سو ڀلو.

**جَڙي:** ث. جَڙ.

**جَڙي ٻُوٽي:** ث. وڻن ٻوٽن جون پاڙون. دوا طور ڪم ايندڙ وڻن ٻوٽن جون پاڙون، پن، گل وغيره.

**جَڙيو:** ص. جَڙيندڙ - جوهري - سونارو.

**جُڙيو:** ص. خوش - آسودو. تندرست.

**جُڙيو هجڻ:** خوش يا آسودو هجڻ (آسيس).

**جُڙيو جاني:** دلي دوست - محبوب - پريتم.

**جُڙي پوڻ:** هوندو ٿيڻ. سانو ٿيڻ.

**جِز:** ذ (ف) سوا - بغير - علاوه.

**جُزُ:** ذ (ع) ٽڪر - ڀاڱو - حصو. ذرو. ورق.

**جُز و ڪُل:** سڄو سارو - ذرو پرزو - سمورو.

**جَزا:** ث (ع) بدلو - عيوض. نيڪيءَ جو عيوض (جيڪو مرڻ کان

پوءِ آخرت ۾ ملي)- ثواب. نتيجو- سزا. (ص) جِجا- مَچِڏ. چنبڙيپوندڙ (ڪنهن ڪم لاءِ).

**جَزا لوڙَڻ:** نتيجو پوڳَڻ. بداعمالن جي سزا ملڻ.

**جَزاڪ اللّه:** جملو. خدا توکي نيڪ اجورو ڏي.

**جَزائر:** ذ (ع: جزيره جو جمع) ٻيٽن جو ميڙ. ٻيٽن جو ملڪ.

**جُزبَندي:** ث. ڪتاب جي خاص ترتيب سان جلد بندي.

**جُزدانُ:** ذ. ڪتابن يا ڪاغذن رکڻ جو ٿيلهو.

**جَزَر:** ذ (ع) سامونڊي وير جي لاٿ.

**جَزمَ:** ث/ذ (ع) تحرير ۾ حرف کي ساڪن ڪرڻ جي نشاني.

**جَزم:** ذ (ع) پڪو ارادو- محڪم- ٺهرُ.

**جُزو:** ذ (ع: جز) ڀاڱو- حصو- ٽڪرو.

**جُزا ڪڍڻ:** رياضيءَ ۾ ڪنهن مرڪب نڪري حصن ۾ ورهائڻ.

**جُزوي:** ص. ٿورو- ڪجهه- مختصر. حقير- ادني.

**جزيرو:** ذ (ع: جزيرَه) ٻيٽ.

**جَزيري نما:** ذ. اڀيٽُ.

**جزيہ، جزيو:** ذ (ع) مسلم حڪومت ۾ غير مسلمانن جي حفاظت لاءِ فوج ۾ سندن نوڪري ڪرڻ جي عيوض مقرر ڪيل محصول.

**جَسُ، جَس:** ذ. ناموس. ساک. خوبي. سوڀ- برڪت. آفرين- شاباس.

**جَس کَٽڻ:** شاباس حاصل ڪرڻ. ناموس ٿيڻ.

**جَس ڳائڻ:** ساراهه ڪرڻ. شاباس ڏيڻ.

**جَس پَريو:** ص. شاندار. وٽندڙ.

**جَس کَرو:** ص. سوڀ ۽ برڪت پريو. ناميرو. ناموس وارو. نيڪنام.

**جَسارَت:** ث (ع) دليري. بيباڪي. همت. حوصلو.

**جَسامَتً:** ث (ع) ٿولهه- موٽائي. بدن- جسم.

**جَستَ:** ث (ف) چال- ٽپ- ٻَل.

**جستُ:** ذ. هڪ قسم جو ڌاتو.

**جُستجُو:** ذ (ف) ڳولپ- تلاش.

**جَستہ جَستہ:** ظ. (ف) ڪٿي ڪٿي- ٿورو ٿورو.

**جَسٽِس:** ذ (انگ) انصاف- عدل- نياءُ. جج (وڏي عدالت جو).

**جَسدُ:** ذ (ع) جسم- بدن.

**جسڪاڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**جِسمُ:** ذ (ع) بدن- بت- سرير. بندو. وجود.

**جِسماني، جِسمي:** جسم جو. بدني. مادي.

**جَسيم:** ص (ع) ٿلهو- موٽي بدن وارو

**جَشَنُ، جَشنُ:** ذ (ف) خوشي- شادمانو. خوشيءَ جي موقعي تي ڪئي ويندڙ جشن.

**جشن ملهائڻ:** خوشيون ڪرڻ. خوشيءَ وچان دعوتون ڪرڻ.

**جَعفَر:** ذ جافر (پسار ڪووکر). (اسم خاص) ماتهوءَ جو نالو.

**جَعفَري:** ث. ڪاٺ جي پٽين مان ٺهيل جاريدار دروازو. گل جو هڪ قسم. هڪ ذات جو نالو.

**جَعَلُ:** (ع) نقل (ڪنهن اصل شيءِ جو. جيڪو ڏوهه ۾ شمار ٿئي). فريب- ٺڳي.

**جَعل سازي:** ث. نقلي (دستاويز، سڪو وغيره) ٺاهڻ. ٺڳي.

**جَعلي:** ص. هٿرادو- نقلي. ڪوڙو (سڪو. دستاويز وغيره)

**جُغرافيہ:** ذ. زمين جي بناوٽ جو علم- جاگرافي.

**جَغَڙ:** ذ. هڪ قسم جو شڪاري پکي (ڪارڪيوءَ ڳجهن پرون وارو).

**جَفا:** ث (ف) ظلم- ستم. بيرحمي. ڏاڍ.

**جَفا شعارُ:** ص. ستم ڪندڙ- بيرحم. معشوق.

**جَفاڪش:** ص (ف) محنتي. پورهيت. سخت محنت ڪندڙ.

**جَفاڪشي:** ث. محنت مشقت. سخت جاکوڙ.

**جُفتُ:** ذ (ع) جوڙو- جٽ. ٻڌي انگ.

**جُفتي:** ث. نر ۽ ماديءَ جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪرڻ.

**جَفرُ:** ذ (ع) غيب جي خبرن جو روايتي علم.

**جَڪَ:** ذ. وَٽَ (ڪوڙڪن اندر ۾). وِڍ (اندر ۾).

**جَڪ ڪائڻ:** جوش يا ڪاوڙ مان اندر ۾ وٽ پوڻ.

**جَڪُ:** ذ. واهه جي تري يا پاسن ۾ پاڻيءَ جي ڪاڏ کان روڪ لاءِ لَٿل ٻوٽي جي جهڙ.

**جَڪرِجڻ:** م. ستوٿيڻ- بي ستو ٿيڻ.

**جَڪڙجڻ:** م. قابو ٿيڻ- سوگهو ٿيڻ. سڪ ٿيڻ.

**جَڪڙَڻُ:** م. رسي يا زنجير سان ٻڌڻ. چوڪنيو قابو ٻڌڻ. گرفتار ڪرڻ.

**جَڪَڻ:** م. ٻنڌو ڏيڻ (واهه کي). وريو ٻڌڻ (کوهيءَ کي). ٻکي هڻڻ- ٻَکڻ.

**جَڪو:** ص. رَندو هڻي ٿسو ڪرڻ- رَنديل.

**جَکَ:** ث. جهنگُ- ٻکي. ٻک.

**جکَ مارڻ:** ٻک ڪرڻ- ٻکي هڻڻ. ٻٽ ڪو هڻڻ.

**جَکراڻي، جکراڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**جَکرو:** ذ. مشهور سخي سردار جام جکرو. (ص) سخي- فياض.

**جَکَڻُ:** م. جهکَي هڻڻ- ٻکو ڀري ڪرڻ. ڦر ڪرڻ. جک مارڻ.

**جُکڻُ:** م. جهجڻ. ڍُڪڻ. هڻڻ- (درد) پيدا ٿيڻ.

**جَکي:** ص. ٻکي هڻندڙ- بُکڪيو.

**جُکي:** ث. مچ- ڌڪ. آزار. ڪٽي.

**جَگُ، جَگَبُ:** ذ (انگ) ڪُنگر جهڙو هڪ ٿانءُ.

**جَڳاتي:** ص. خيرات ياز ڪواڏونندڙ.
**جُڳت:** ث. بندگي. مُراقبو. استغراق.
**جَڳدالي:** ث. بلوچستان ۾ ڳالهائي ويندڙ سنڌي بولي.
**جِڳرُ، جِڳرِ:** ذ (ف) جسم جو هڪ اندروني عضوو- جيرو- ڪيجو. حوصلو- جرئت. (ص) پيارو- محبوب.
**جِڳربَند:** ص. جان کان به پيارو. (ذ) تمام ويجهو عزيز (پٽ وغيره). پٽ.
**جِڳر جَلڻ:** اندر سڙڻ.
**جِڳر جو رَت پيئڻ:** ڏاڪڙا سهڻ. ڪاوڙ مارڻ.
**جِڳر ڦاٽڻ:** سخت صدمو رسڻ. هينئون ڦاٽڻ (ڏڪ، صدمي وغيره کان).
**جِڳر گوشہ:** ذ. پٽ- فرزند.
**جِڳري:** ص. جِڳر جو- جِڳر وارو. پيارو- دل گهريو.
**جِڳري ناتو:** ذ. رَت جي مائٽي. دلي ڳانڍاپو.
**جَڳن ناٿ:** اسم خاص. هندن ۾ ايشور جو صفاتي نالو (لفظي معني: دنيا جو مالڪ).
**جَڳُ:** ذ (سن: جڳت) دنيا- جهان- سنسار. دنيا جا ماڻهو. سڀ عام ماڻهو. خلق.
**جڳ بيتي:** ث. زماني جون حالتون. قصا- ڪهاڻيون.
**جَڳ جو سالو:** بدمعاش. ڪميڻو. بي غيرت.
**جَڳ جهان:** سنسار- ڪائنات.
**جَڳ جي ناني ٻنجڻ:** منٿ ۾ خدمت ڪرڻ.
**جُڳُ:** ذ (سن: يُگ) زمانو- عهد- دؤر.
**جُڳ جُڳ:** هميشہ- سدائين- مُدام.
**جُڳ ٻڌڻ:** جوانيءَ ۾ داخل ٿيڻ.
**جُڳائتو:** ص. ٺهڪندڙ. مناسب- لائق- موزون.
**جُڳائڻُ:** م. ٺهڻ- ٺهي اچڻ. موزون ٿيڻ. رهائڻ.
**جَڳتَ:** ذ (سن) جهان. ڪائنات. سنسار.
**جُڳتي:** ذ. اتحاد- ٻڌي. ناهہ- صلح. هيڪڙائي.
**جَڳتُ:** ذ. جڳت. جهان جو هلندڙ ڪاروبار- سنسار جو سلسلو.
**جَڳپال:** ص. جڳ کي پاليندڙ- رزاق.
**جَڳ جاتي:** ڏاڍو مشهور. وڏي معرفت وارو.
**جڳديش:** ص. سڄي جهان جو مالڪ- ڀڳوان- ايشور.
**جَڳ ڏام ڪرڻ:** عام ماڻهن کي فائدو رسائڻ.
**جُڳلي:** ث. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ- چندن هار.
**جَڳمگ:** جلڪو- چمڪو- جهرمر.
**جَڳڻ:** م. روشن ٿيڻ. چمڪڻ. ٻرڻ. دکڻ (باهہ).
**جَڳہ:** ث (ف: جگہ) جاءِ- هنڌ. ٺڪاڻو. گهر- مڪان.
**جڳہ ڏيڻ:** جاءِ ڏيڻ. ويهارڻ. نوڪري ڏيڻ.
**جڳہ ڪرڻ:** پاڻ لاءِ ٺاهڻ. حتي هنڌ ڪري.
**جَلُ:** ذ (سن) پاڻي- آب. جَل. ساڙ- ڪام. ساڙو.
**جَل ٿَل ڪرڻ:** هيٺ مٿي ڪرڻ. گهڻي ڪوشش ڪرڻ.
**جَل ٿَل ڳولهڻ:** هر هنڌ ڳولا ڪرڻ- اندر ٻاهر ڳولڻ.
**جَل پنڇي:** ذ. پاڻيءَ جو پکي- آبي پکي.
**جلا:** ث (ع) اوجر- صفائي. چمڪو.
**جلا ڏيڻ:** چمڪائڻ- صيقل ڪرڻ- اُجارڻ.
**جُلابُ:** ذ (ع) دست آڻيندڙ دوا. دست.
**جُلاب ڏيڻ:** تڪليف ۾ ڏک ڏيڻ.
**جَلاجَل:** ذ. ساز جو هڪ قسم- جانجهہ.
**جَلادُ:** ذ (ع) قانوني قاتل (قانون جي حڪم مطابق قتل ڪندڙ داروغو). (ص) ظالم- بيرحم.
**جَلادَت:** ث (ع) بهادري. چستي. دٻدٻو. غصو- جوش.
**جَلاد پڻو:** ذ. بيرحمي- ظلم.
**جَلالُ:** ذ (ع) وڏائي. بزرگي. عظمت. برتري. شان شوڪت. رعب. ڪاوڙ- غصو.
**جلالاڻي:** اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.
**جلالَت:** ث (ع) ڪاوڙ- چڙ- غصو.
**جلالي:** ص. چيڙاڪ.
**جَلُ جلالہ:** جملو (ع) الله پاڪ جي وڏي وڏائيءَ عظمت.
**جَلاڻ:** ص. تُرڪ ڪيل- ڇڏيل.
**جَلاوَت:** ث. جوش- ڪاوڙ. ساڙ- حسد.
**جَلاوَطن:** ذ (ع) ڏيهہ نيڪالي ڏنل- ملڪ بدر.
**جَلاوطني:** ث. ڏيهہ نيڪالي- ملڪ بدري.
**جَلائڻُ:** م. ساڙڻ- ٻارڻ. ڪوڙائڻ. ساڙ ڏيڻ.
**جَلائُو:** ص. جلائيندڙ. ٻارڻ لائق (ڪاٺيون).
**جلائي ڇڏڻ:** ساڙي ڇڏڻ. طعنا تنڪا ڏيئي اندر ساڙڻ.
**جَلباڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
**جَلترنگُ:** ذ. هڪ قسم جو ساز (پاڻيءَ سان ڀريل پيالا، جن تي ڏونڪو هڻڻ سان آواز پيدا ٿئي).

**جَلتُو:** ص.ٻرندڙ- جلندڙ- سڙندڙ. جوشيو.

**جَلَبُ:** روشني. سيڪ.

**جلد:** ظ(ف) سگهو- جهٽ پٽ- يڪدم- فوراً.

**جَلدائي:** ث.سيگهه- عجلت.تڪڙ.

**جَلدبازُ:** ص.تڪڙ ڪندڙ.اُبهرو.ڦڙت.

**جَلدبازي:** ث.جلدائي.اُبهرائي.

**جَلدي:** ث.جلدائي.

**جُلدُ:** ذ (ع: جِلد) کَل- چمڙي. ڪتاب جو پنو. ڪتاب جو پڳو (جيڪو جدا ڪتابي صورت ۾ هجي).

**جُلد بَند، جُلد سازُ:** ذ.ڪتابن تي جِلد ٻڌندڙ- ٻائينڊر.

**جُلد بَندِي، جُلدسازي:** ث.ڪتابَ تي جِلد ٻڌڻ- بائينڊنگ.

**جَلسو:** ذ (ع: جلسه) نشست- ويٺڪ. محفل- مجلس. اجلاس. نمائش- تماشو. ناٽڪ- ميلو- سينگار.

**جَلسه گاهه:** ذ.جلسي جو هنڌ يا ميدان.

**جَلقَتاڪو:** ص.ڦڙت- چست.تيز- تکو (هڻ ۾).

**جَلقُ:** ث(ع) مُشتزني.

**جَلَڪُ:** ذ.چِلن ڪنڊن مان نهيل ننڍو چڪرو.

**جَلَندَرُ:** ذ.پيٽ ۾ پاڻي ڀرجڻ جي هڪ بيماري.

**جَلَڻُ:** م.ٻرڻ.سڙڻ.ڪامڻ- پچڻ.پوسرڻ (زخم).

**جُلَڻُ:** م.ذليل ٿيڻ- خوار خراب ٿيڻ.

**جَلوَت:** ث(ع) جلوو.عام جاءِ.ڏيکاءُ.

**جَلوتري:** ذ.هڪ قسم جو پسار ڪووڪر.گل جو هڪ قسم.

**جَلوڌارُ:** ذ.گهوڙي جي واڳ وٺي هلندڙ خاص نوڪر.اردلي.

**جُلوسُ:** ذ (ع) ويهڪ. تخت نشيني. حاڪم جي سواريءَ جو مجمعو. خاص موقعي تي شهرگشت. احتج جي مظاهرو.

**جلوس ڪرڻ:** ڪنهن خاص موقعي تي گهڻن ماڻهن جوگڏجي گشت ڪرڻ.

**جَلوو:** ذ (ع: جلوه) نظارو- ديدار.ظهور.نُور- جهَل.رونق.ڏيکاءُ. ننڍ ٻيڪهو.

**جَلوه آرائي:** ث.ديدار- نظارو- ڏيکاءُ.سينگار.

**جلوه افروز:** ص.خاص سينگار ڪري ديدار ڪرائڻ وارو.

**جلوه ڏيکارڻ:** جلوو ڏيکارڻ.شان شوڪت ڏيکارڻ.

**جَلوِيمانُ:** ص.روشن.چمڪندڙ- جلڪندڙ.

**جلوه گاهه:** نظاري جي جاءِ.زيارت ڪرڻ واري جاءِ.

**جلوه گر:** ص.نظر ايندڙ.ظاهر- نمودار.

**جلوه گري:** ث.ظهور.ڏيکاءُ- ٻاهر نڪرڻ.

**جَلوَه نمائي:** ث.ظاهر ٿيڻ- وجود.پڌرائي- اظهار.

**جَلَهه:** ث.شاديءَ جي هڪ رسم- شاديءَ جي موقعي تي گهوٽيتن جي عورتن جي ڪنواريتن جي گهر ۾ قطار ٻڌي آهستي آهستي هلڻ جي حالت.

**جُلَهه:** ث.هلان- ڪاهه- حملو.

**جُلَهه ڪرڻ:** حملو ڪرڻ- اُلر ڪرڻ.دٻائڻ.

**جَلِي:** ص (ع) صاف- ظاهر- چٽو- پڌرو. (ذ) وڏي آواز سان ذڪر.

**جَليبُ:** ص.مٺو- شيرين.

**جَليبي، جُليبي:** ث.مٺائيءَ جو هڪ قسم.

**جَليس:** ص(ع) گڏ ويهندڙ.ساٿي- صحبتي.

**جَليلُ:** ص(ع) وڏو- بزرگ.ڏاتي تعالي جو صفتي نالو.

**جَليلُ القدر:** ص(ع) وڏي رتبي وارو- معزز.

**جَمُ:** ذ(ع) ڀيڙ- انبوهه- مجمعو.

**جَم غَفير:** ذ.وڏو مجمعو- وڏو هجوم.انبوهه.

**جَمُ:** ذ(س:يمُ) موت جو ديوتا.موت- ڪال.سخت سزا.

**جَمُ:** ظ.متان- هرگز.

**جَمادات:** ذ(ع) بيجان شيءِ (پٿر وغيره).معدنيات.

**جَمادي الاول، جَمادي الأولي:** ذ (ع) هجريءَ سن جو پنجون مهينو.

**جَمادي الآخر، جَمادالثاني:** ذ(ع) هجري سن جو ڇهون مهينو.

**جَمازي:** ص. وڏي ٻانڌيٺو.

**جَماري:** اسم خاص.سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**جَماعُ:** ذ(ع) مباشرت.ساٿي.نمازي.

**جَماعَت:** ث (ع) ٽولو- گروهه- جٿو. مجمعو- هجوم. درجو (اسڪول ۾). پيش امام پٺيان نماز.

**جَماعتي:** ث.جماعت جو.ساٿي.نمازي.

**جُماگي:** ث.جسم جي ڏٿن مدرسي جي ٻارن يا معلم کي مسافر خرچي.

**جَمالُ:** ذ(ع) سونهن- حسن.خوبصورتي.

**جمال گهوٽو:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ ٻج (جيڪو دست آڻي) هڪ جلاب جو نالو.

**جَمالو:** ذ.سنڌ جو هڪ مشهور لوڪ گيت.

**جمالو ڳائڻ:** خوشي ڪرڻ- جشن ملهائڻ.

**جَمالي:** ذ.جمالو ڳائيندڙ. (ص) جمال وارو. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**جُمائو:** ذ. جمعي جي رات يا جمعي جي ڏينهن ميت کي ڏياريل ختمو.
**جُمائي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
**جَمبُور:** ذ. انبور (وزار).
**جَمبُور وجهڻ:** ڦٻو ڪرڻ- سوگهو ڪرڻ- ڦاسائي ڇڏڻ.
**جَمبُوري:** ث (انگ) جشن- اسڪائوٽن جو ملڪ گير ميڙ ڪو جشن.
**جَمپُ:** ذ (انگ) ٽپ- ڇال- ٻل.
**جَمَرُ:** ذ. وڻ جو هڪ قسم. (شاهه).
**جَمره:** ذ (ع) ڪنڪري- پٿري. حج جي موقعي تي پٿريون هڻڻ جو رڪن.
**جَمَعُ:** ذ (ع) مجموعو. جوڙ. تعداد. گڏ. ڪل- سڀ. وصول ٿيل رقم- آمدني.
**جَمع ڪرڻ:** گڏ ڪرڻ. داخل ڪرڻ.
**جَمعبَندي:** ث. زمين جي ڍل وغيره جي وصوليءَ جو حساب.
**جَمع خَرچ:** ذ. پئسن جي آمدنيءَ روانگي.
**جَمَعُ واصُل:** ذ. رقم جي وصوليءَ خرچ جو حساب.
**جَمَعدارُ:** ذ. ٽولي جو اڳوان. پوليس جو هڪ عهديدار. مزدورن جو مک. مهتر- ڀنگي.
**جُمُعو:** ذ (ع: جمعه) هفتي جو ستون ڏينهن.
**جُمعي راتي سَيَد:** هٿراڌو يا نقلي پير.
**جَمَعِي:** ذ. اهو ماڻهو. جنهن جي سپرد وصوليءَ حساب ڪتاب جو ڪم هجي.
**جَمعيتَ:** (ع) گڏ ٿيڻ جي حالت. مجمعو- گروهه. لشڪر. تسلي- آٿت- دلجاءِ. سڪون.
**جَمَلُ:** ذ (ع) اٺ- شتر.
**جُملُ:** ذ. ابجد جو حساب.
**جُملو:** ذ (ع) جوڙ- ميزان. لفظن جو ميڙ (جنهن مان مطلب نڪري)- فقرو.
**جُملہ، جُملي:** ط (ع) ڪل- سڀ- سمورو.
**جَمَنُ:** اسم خاص. نڪر جو وڏو پيالو.
**جُمَن:** ذ. ماڻهوءَ جو نالو.
**جَمني:** نڪر جي پيالي.
**جمود:** ذ (ع) پاڻيءَ ڄمڻ جي حالت. سڪوت. هڪ هنڌ ويهڪ. تعطل. بي حسي.
**جُمهُورُ:** ذ (ع) ماڻهن جو وڏو گروهه. جماعت. قوم.
**جَمهُوريَتِ:** ث. اهڙي حڪومت. جنهن ۾ عام ماڻهو پاڻ مان سربراهه چونڊين- عوامي حاڪميت.
**جَميعُ:** ص (ع) ڪل- سڀ- سمورو. مطمئن- راضي.
**جَميعت:** ث (ع) جماعت. آرام- قرار.
**جَميلُ:** ص (ع) سهڻو- خوبصورت.
**جَميله:** اسم خاص. عورت جو نالو. (ص) سهڻي- خوبصورت.
**جِنُ:** ذ (ع) انسانن کان الڳ هڪ مخفي مخلوق. ڀوت- شر. (ص) ضدي.
**جِن ڀُوت:** جنات- غيبات.
**جِن پوڻ، جِنُ چڙهڻ:** عوامي روايتي خيال مطابق. ڪنهن جن جو ڪنهن ماڻهوءَ ۾ گهڙي قابض ٿيڻ. ڪاوڙ چڙهڻ. ڇتائي وٺڻ. چرپائي وٺڻ.
**جِن ڪڍڻ:** جن جو واسو ختم ڪرڻ. مغز مان واءُ ڪڍڻ. سيکت ڏيڻ.
**جَنابُ:** ذ (ع) حضرت- سائين. عزت سان خطاب ڪرڻ جو لفظ.
**جَناب مَن:** منهنجا سائين.
**جَنابَتَ:** ث (ع) پليتي- ناپاڪائي. مني ميرائي.
**جِنات:** ث. (ع: جن جو جمع) غيبات.
**جَناحُ:** ذ (ع) پر (پکيءَ جو). ڪنيڙائي.
**جَناخَ، جَناکَ:** ث (ع) پکيءَ جي سيني جي هڏي.
**جَناخون ڪڍڻ:** هڏ گڏ پيڻ. سخت سزا ڏيڻ.
**جَنازو:** ذ (ف) لاش- ميت.
**جنازو ڪڄڻ:** لاش ڪڄڻ. مري وڃڻ.
**جَنازي نماز:** ث. اها نماز. جيڪا فوت ٿيل مسلمان کي دفن ڪرڻ کان اڳ دعا طور پڙهي وڃي.
**جَناوَرُ:** ذ. جانور- زناور.
**جِنائي:** ص. ڀوپو- عامل. جن ڀيل ماڻهو.
**جَنَبُ:** ذ (س: جَنم) عمر- ڄمار. ڄمڻ. حياتيءَ وارو عرصو
**جَنَبي وير:** ذ. اصل جي دشمني- دائمي وير.
**جنب:** ث. پتريا سر جو ٽڪرو. مٽيءَ جو پنوڙو.
**جُنبانِي:** ث (ف) چرپر- حرڪت- تحرڪ
**جَنَبُ:** ذ (ع) ناپاڪائي- پليتي- مني ميرائي.
**جنباهُ:** ذ. دبدبو- حشمت- شان شوڪت.
**جُنبَش:** ث (ف) حرڪت. لوڏو. چرپر.
**جُنبَڻُ:** م (ف: جنبيدن) لڏڻ- چرڻ- حرڪت ڪرڻ. لڳي وڃڻ (ڪم کي). مشغول ٿيڻ.
**جَنبُورُ:** ذ. هڪ قسم جو ڪتو.

**جنبُورو:** بازيگر جو ٻالڪو (مداري جو ساٿ ڏيندڙ شاگرد).

**جنبي:** ث. رنگ جو هڪ قسم (مڇي مرن لاءِ).

**جنبيلَ:** ث. زنبيل- ڪستو.

**جنبيو:** ذ. ڪمرپٽي ۾ هٿن جي تلوار سان گڏ ٽنگيل ڪاتي (هٿيار).

**جنّتَ:** ث (ع) باغ- گلستان. بهشت. فردوس.

**جنت آشياني:** ذ. جنتي- مرحوم.

**جنت الماوي:** ذ. آرام واري بهشت.

**جنتي:** ص. جنت ۾ ويندڙ- بهشتي.

**جنتا:** ث (سن) گهڻا ماڻهو- انبوهه. قوم. عوام.

**جنترُ:** ذ (سن: ينتر) رصدگاهه. جنتر منتر- جادو.

**جنتر منترُ:** ذ. ٽوڻو ٽوٽڪو. شعبده بازي. هٿ چالاڪي. جادوءَ جو ڪرتب.

**جنتري:** ث. اهو ڪتاب، جنهن ۾ سج چنڊ تارن جي اڀرڻ لهڻ جو حساب لکيل هجي- ٽيپڻو.

**جنجالُ:** ذ. مصيبت- آزار. وبال.

**جنجال ۾ پوڻ:** مصيبت ۾ پوڻ. وبال ۾ پوڻ.

**جنجير:** ذ. "زنجير" جي بگڙيل صورت. حجب- پڙدو.

**جنجهنو:** ذ. هڪ قسم جو ٻاراتو رانديڪو.

**جنجهي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**جندَ:** ث. جان- بت- جسم. (ص) پاڻ- خود.

**جند ڇڏائڻ:** پاڻ کي آجو ڪرائڻ- جان ڇڏائڻ.

**جند ڇڏڻ:** پچر ڇڏڻ. جان ڇڏڻ.

**جندجان:** جان جسم- تن بدن.

**جندڙو:** ذ. جان- جسم. (ث. جندڙي).

**جَنڊُ:** ذ. چڪي (اٽي پيهڻ جي). پٿرائين زمين.

**جَنڊ اُڏارڻ:** اٽو ملائي ڪڍڻ. اَن پيهي بس ڪرڻ.

**جَنڊ ڪڍڻ:** سخت پورهيو ڪرڻ. ڏاڍو ڪڍڻ.

**جَنڊ تي ڦوسي:** ص. هلڪڙو- خسيس. بي همت. غريب.

**جَنڊآهوڙو، جَنڊاهُڙو:** ص. جنڊ جي پڙن کي ٽڪي ڪُٽيندڙ.

**جنڊالڙو:** ذ. ننڍڙو ننڍڙو رانديڪي طور ٺهيل جنڊ.

**جنڊڙي جهوڻ:** معمولي جهيڙو ڪرڻ.

**جَنڊو:** ذ. جنڊي واري گهر جي ويڪر واري پٽ جو چوٿين واٽ تي پاسو (جنهن تي ڪاٺ رکجي). جنڊ اين پٽين وارو گهر. ٽالو- ڪلف. گڏهه تي ڏنل رکڻ جو پاکه کرکي کٽن جو ڪجهه نو.

**جَنڊو اچي وڃڻ:** گهر جا سڀ پاٽي ڦوٽ ٿي وڃڻ.

**جَنڊو ٻاڙو:** ذ. سڀريحن سان گڏ گهر اڏائي رهڻ جو عمل. پاڙو پٽي. هڪڙي ويڙهي ۾ گڏيل گهر.

**جنڊو ٻاڙو لکي ڏيڻ:** شديدا ڪن پوءِ ماڻس جو ساهرن سان گڏ گڏ ڏارڻ جو اقرار نامي ڏيڻ.

**جنڊا مڙڻ:** ڏندن پوڻ (ماٺهوءَ کي). سڪ ٿي وڃڻ.

**جنڊو هٽڻ:** ٽالو هٽڻ. بند ڪرڻ.

**جنڊي:** ث. ڪاٺي کي ڪولاڻي ۾ گهڙي رکڻ جو خاص هنر. سرين ڏرڻ جي جنم جو مشهور ڦرندڙ پڙ.

**جنڊي وادو:** ذ. جنڊيءَ جو ڪم ڪندڙ وادو.

**جَنرَلُ:** ذ (انگ) فوج جو هڪ وڏو عهديدار. ڪاتي جو وڏو آفيسر. (ص) عام- عمومي- رواجي.

**جنرل اسٽور:** ذ. روزمره ۾ ڪتب ايندڙ مختلف شين جو وڏو دڪان.

**جنريٽر:** ذ (انگ) بجلي پيدا ڪندڙ هڪ قسم جي مشين.

**جنس:** ث (ع) قسم- نوع. نمونو. واپار جو مال. پيدوار. اناج.

**جنس چرڻ:** آن جو وکرو شروع ٿيڻ.

**جنس وار:** ص. قسم وار. هر جنس پنهنجي جنس سان گڏ ٿيل.

**جنسي:** ص. هوبهو- سڳيو.

**جنسارُ:** سينگار- آرائش- ٺاهه ٺوهه. نظارو.

**جنسارڻُ:** م. سينگارڻ- سنوارڻ- سجائڻ.

**جنسيات:** ث. مرد ءِ عورت جي جسم ٻڌي معلومات جو علم.

**جنسيت:** ث. هڪجهڙائي- يڪسانيت.

**جَنڪُ:** ذ. ذوق- شوق- چهه.

**جَن ڪَن نه هٽڻ:** ڪا به خبر نه هٽڻ- ڪٿي هن ڪن تي ئي نه پوڻ.

**جنگ:** ث (ف) لڙائي- ويڙهه. جهيڙو. عداوت.

**جنگ جوٽڻ:** لڙائي ڪرڻ. وڙهڻ.

**جَنگ آزما:** ص. لڙائيءَ جو ماهر.

**جَنگاجنگي:** جهيڙو فساد. وٺ پڪڙ. لڙائي.

**جَنگاوَرُ:** ص. جنگ جو ڪوڏيو. بهادر- دلير.

**جَنگاهُ:** ذ. وڏي ويڙهه- سخت لڙائي.

**جنگ جدَل:** ث. لڙائي. جهيڙو. فساد.

**جنگ جنگائي:** وڏي لڙائي- ويڙهاند.

**جَنگجُو:** ص. ويڙهو- سپاهي.

**جَنگي:** ص. جنگ جو هشيار. سپاهي. سورهيه.

**جنگي ٻيڙو:** ذ. بحري فوج جو جهاز.

**جُنگُ:** ذ. ٻن ڏينهن يا ٻن مائهن وارو نار. هڪڙي جلد ۾ ٻڌل ٻه چار ڪتاب (ص) وڏو. تمام گهڻو.

**جُنگ جوان:** بهادر- جنگجو- پهلوان.

**جُنگ چڙهڻ:** پڌرو ٿيڻ- ميدان ۾ نڪري نروار ٿيڻ.

**جنگشاهي:** اسم خ ص. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ شهر ۽ ريلوي اسٽيشن جو نالو.

**جنگو:** ذ. وڏو وڻ. ڏاڍين ڏهڻ جو ٿان ۽.

**جَنم:** ذ (سن) ڄمڻ- ولادت. حياتي- ڄمار.

**جَنم اشٽمي:** ث. ڪرشن مهراج جو جنم ڏينهن.

**جنم ڀومي:** ث. ڄمڻ جو هنڌ. اباڻو ڏيهه. وطن.

**جنم پتري:** ث. ٻار جي پيدائش جي وقت لکيل ڪاغذ- تعويذ.

**جنم پتري ڄاڻڻ:** ڄمڪان واقف هئڻ- چڱيءَ طرح سڃاڻڻ.

**جنم ساکي:** ث. ڪنهن درويش يا سالڪ جي حياتيءَ جو احوال.

**جَنمي:** ص. پيدائشي- مُنڍ کان.

**جَنُوبُ:** ذ (ع) ڏکڻ (طرف).

**جَنوبي:** ص. ڏکڻ وارو- ڏاکڻو.

**جَنوري:** ث (انگ) عيسوي ءَسال جو پهريون مهينو.

**جُنُون:** ذ (ع) جنّ جو پاڇو. چريائي. سوداءُ- خبط. خفقان- عشق.

**جُنُوني:** ص. چريو- سودائي. خفقاني.

**جَنوهر:** ذ. جوهر. عرق- سَت.

**جَنوهردار:** ص. پاڻي چڙهيل هٿيار يا اوزار.

**جَنوئي:** ث. گهوڙي جو هڪ سنج- ڇاتي بند.

**جَنهَر:** ذ. صنا ضعيف. بيڪار.

**جنهن، جنهن:** ض. جيڪو- جو.

**جنهن جو کائڻ، تنهن جو ڳائڻ:** احسان فراموش نه ٿيڻ.

**جنهن چيو، تنهن کيو:** هڪ ٻئي جي منهن ڏانهن نه ڏسڻ.

**جَڻ:** ذ (ع: جنين) پيٽ وارو ڪچو ٻار. اولاد.

**جَڻ ٻچو:** ذ. ٻار ٻچا- آل عيال.

**جَڻ ٻچو پيڙجي وڃڻ:** سخت تڪليفن ۾ اچي وڃڻ.

**جَڻ ٻچو رلڻ:** آل عيال دربدر ٿيڻ.

**جَنيو:** ذ. اهو ڌرمي ڌاڳو. جيڪو هندو ڳچيءَ ۾ پائين- زنار.

**جَني:** ث. ڏوري- واڳ. (شاهه).

**جو:** حرف اضافت. سندو. جيڪو. جنهن ڪري.

**جَوَ:** ذ. اناج جو هڪ قسم- جَوَ جو دانو. ذرو.

**جَوَ کٽي وڃڻ:** هميشه لاءِ هليو وڃڻ- وري نه موٽڻ.

**جَوَ وهائڻ:** دشمني رکڻ- ويرپرائڻ. رُسي وڃڻ.

**جُوا، جُوئا:** ث. هر ڪٺ جي بازيءَ واري راند (تاس يا ڏاري سان)- قمار بازي.

**جُوابازي:** ث. جُوا راند. فريب- ٺڳي.

**جُوا خانو:** ث. جُوا رهڻ جي جاءِ- ٺڪري.

**جَوابُ:** ذ (ع) ورندي. امتحان جي سوال جو حل. رَدُ- انڪار.

**جَوابُ الجَواب:** ذ. جواب جو جواب.

**جواب باصواب:** ذ. اميد مطابق جواب. سهڻو ۽ مناسب جواب.

**جَواب ڏيڻ:** ورندي ڏيڻ. رد ڏيڻ. انڪار ڪرڻ. موقوف ڪرڻ. نااميد ڪرڻ.

**جواب ملڻ:** نوڪريءَ کان موقوف ٿيڻ. طلاق ملڻ.

**جَواب وٺڻ:** طلاق وٺڻ- طلاق جي گهر ڪرڻ.

**جواب طلبي:** ث. پڇاڳاڇا.

**جوابده:** ص. جواب ڏيندڙ- ذميوار.

**جوابدهي:** ث. ذميداري. پڇاڳاڇا.

**جَوابدارُ:** ص. جواب ڏيڻ جو پابند. ذميدار.

**جَوابداري:** ث. ذميداري- پابندي.

**جَوابي:** ص. موٽ ۾. مقابل.

**جُواد:** ص (ع) داتا- سخي- فياض- ڏاتار.

**جَوارُ:** ذ (ع) پاڙو- همسائگي.

**جُوار، جُوئَر:** ث. اناج جو هڪ قسم.

**جوار وَ اٽو هئڻ:** ايڪي ۾ نه ٿيڻ- ٻڌيءَ ۾ نه اچڻ.

**جَوارِش:** ث. هڪ مرڪب يوناني دوا جو نالو.

**جُواري:** ص. جُوا کيڏندڙ- جُواباز.

**جَوازُ:** ذ (ع) جائز يا درست هجڻ. اجازت جو سبب.

**جُوالُ:** ذ (ف) سامان کڻڻ لاءِ کٿڙ يو يا خرزين. ڳوٺين مان ٺهيل وڏو بورو.

**جوالا:** ص (هه) ٻرندڙ- پڙڪندڙ. باهه جو شعلو.

**جوالا مُکي:** ذ (هه) ٻرندڙ جبل.

**جو لو:** ص. جنهن ۾ جَوَ پيل هجن- جَوَن گڏيل.

**جُوانُ:** ذ (ف: جَوان) بالغ- سامايل. نوعمر. مرد- مڙس. بهادر. سورهيه.

**جَوان بخت:** ص. خوش نصيب- سڀاڳو.

**جَوان توان:** تازو توانو- چڱو ڀلو- تندرست.

**جُوانُ جَمانُ:** ص. ڦوهه جوان- اڌو سانتو. نوجوان.

**جُوانمردُ:** ص. بهادر- دلير.

**جُوانمَردي:** ث. بهادري- دليري.

**چارٽَر:** ذ (انگ) منشور - فرمان.

**چارَپُ، چارپو:** ذ. چؤڪسي - جاسوسي.

**چار پچار:** ث. ڳالهه ٻولهه - چورپچور.

**چارجِ:** ث (انگ) سپردگي. ذميداري.

**چارج ڏيڻ:** ڪم حوالي ڪرڻ.

**چارج رکڻ:** قيمت مڙهڻ.

**چارجِ شيٽَ:** ث (انگ) مڙهيل تهمت جي لکت.

**چارَڻُ:** ذ. چارڻَ قوم جو فرد (جيڪو ڳائي ڳُهمندو رهي). منگتو ڳائڻو.

**چارَڻُ، چارڻَ:** م. چؤپائي مال کي جهنگ ۾ پهرائڻ (جيئن مال ڪک پان وغيره کائي ٿنگون ساهي).

**چارو:** ذ. چؤپائي مال جو گاهه وغيره. مڇي ڦاسائڻ لاءِ ڪنڍيءَ ۾ ڦاسايل کاڌو. سَنهو پيچرو - ڏَگُ. جهنگ يا ٻيلي مان گسُ. رستي ۾ پاڻيءَ جو گپ وارو ٽڪر.

**چارو چوڳو:** چرڻ چڳڻ جي شيءِ - جانورن ۽ پکين جو کاڌو.

**چارو:** ذ (ف: چاره) حيلو - تدبير - اُپاءُ.

**چارَه جوئِي:** ث. فرياد - دانهن ڪوڪَ.

**چارَه گر:** ص. ڪم ناهيندڙ يا درست ڪندڙ. علاج ڪندڙ. حيلي سان چڱو ڀلو ڪندڙ.

**چارِي:** ص. محافظ - پهريدار. جاسوس.

**چاريڪو:** ذ. گس - واٽ - چارو.

**چاڙ:** ث. زناني چولي جي پٺن کان ڏنل ڪپڙي جي پٽي.

**چاڙِپَ:** ث. اُچلَ - وارو.

**چاڙُوڪو:** ذ. چانگيل وڻ. جنهن تي چڙهي مال جي نظر ڪجي.

**چاڙهُ:** ذ. واڌ (پاڻيءَ ۾) - اضافو. ٽيڪ - پُٺڀرائي. ترغيب - هُشي. اُتاهين. اُچائي. درياءَ ۾ پاڻيءَ جي واڌ.

**چاڙهه ڏيڻ:** تعريف ڪرڻ - پڏائڻ. هُشي ڏيڻ.

**چاڙَهڻُ، چاڙهڻُ:** م. مٿي ڪرڻ - بلند ڪرڻ. مٿانهين تي رسائڻ. ويهارڻ (سواريءَ تي) - سوار ڪرڻ. هڪڙي شيءِ جي مٿان ٻي رکڻ.

**چاڙهو:** ذ. بلندي - مٿانهين. عروج - اوج. واڌ - اضافو. ترقي. سڌارو. فائدو. مڙسي - همت.

**چاڙهو ٿيڻ:** بيماريءَ مان اُٿڻ. تڪليفن مان پار پوڻ.

**چاڙهُو:** ص. چڙهڻ جو هوشيار (وڻ يا جبل تي).

**چاڙهي:** ث. اُتاهين - بلندي. مٿانهين ڏانهن ويندڙ رستو يا گسُ. واڌ. هُشي - ٽيڪَر. ڏاڪڻ.

**چاڙهي چڙهڻ:** ڏکيائيءَ مان پار پوڻ. مشڪلات کي مُنهن ڏيڻ.

**چاڙهي ڏيڻ:** هُشي ڏيڻ - ورغلائڻ.

**چاڙهيڪو، چاڙيڪو:** ذ. جبل جو ڏاڪو. اُپولَڪ.

**چاسَ:** ث. چشڪو - لذت.

**چاسُون لَهڻ:** ڪيتولوڙڻ - تتيجو پوڳڻ.

**چاسينگرُ:** ذ. ڪڙڪڀيتو.

**چاشَ:** ث. ڳڙ يا کنڊ جي پَت.

**چاشت:** ث (ف) ڏينهن جو هڪ پهر گذرڻ. ڏينهن جو پهريون پهر گذرڻ بعد واري نماز. صبح جو کاڌو - نيرن.

**چاشني:** ث (ف) مٺاڻ - ميٺاڄ. کنڊ ۾ رڌل چانور.

**چاقُ:** ص (ترڪي) تندرست - چڱو ڀلو.

**چاقائي:** ث. تندرسي - چڱيلائي.

**چاقائي وٺڻ:** چڱو ڀلو ٿيڻ. ڪڙائي وٺڻ.

**چاقُ چؤبند:** ص. چڱو ڀلو. تازو توانو. ٺلهو متارو.

**چاقُو، چاقُون:** ذ (ترڪي) وڍڻ يا ڇلڻ جو اوزار - ڪَپُ.

**چاڪُ:** ذ (ف) چيرُ. چهڪَ - وَڍُ. زخم - گهاءُ. ڪپڙي جو ٽاڪ - ڏَرُ. گاڏيءَ جو ڦيٿو. (انگ) بورڊ تي لکڻ لاءِ چُن جو قلم. (ص) چيريل. وڍيل. قاتل.

**چاڪَ چِڪَڻُ:** زخم تازا ٿيڻ. سُور يادپوڻ.

**چاڪَ چورڻ:** زخم تازا ڪرڻ - سَتا سُور جاڳائڻ.

**چاڪ گريبان:** ذ. چولي يا پهراڻ جو اڳ وارو کليل حصو.

**چاڪَرُ:** ذ (ف) نوڪر. خادم. ٻيلي.

**چاڪرن اڳيان چُوڪر:** نهايت سُستيءَ ٿوتي.

**چاڪر چڪائڻ:** هيٺن تي ظلم ڪرڻ.

**چاڪر چُوڪر:** ذ. نوڪر چاڪر. ٻيلي ٻانها.

**چاڪري:** ث. نوڪري. خدمت. تيمارداري.

**چاڪرِي چُور ٿيڻ:** نوڪريءَ کي صحيح نموني نه ڪرڻ - ڪم ڪوسِ ٿيڻ.

**چاڪليٽُ:** ذ (انگ) هڪ قسم جي ولائتي مٺائي.

**چاڪَليٽي:** ص. چاڪليٽ جي رنگ جهڙو. (ذ) زناني ڪپڙي جو هڪ قسم.

**چاڪي:** ص. گهاتو هلائيندڙ - تيلي.

**چاڪيءَ جو ڏاند هئڻ:** رات ڏينهن ڪم ۾ ڳهندو رهڻ.

**چاڪڙي:** ث. ڪانيءَ جي ڄٽي.

**چاکِي:** ث. چکائڻ لاءِ شيءِ جو ٿورو ذرو.

**چاکي ڏيڻ:** بلبلن کي ويڙهه مهل پيتي چکائي لڪائي ڇڏڻ. وارو پ موقعو ڏيڻ.

**چاگُ:** ذ. لاڏ- انگل- ماٺهو- هيج.

**چاگلائي:** ث. نازنخرو. چونچلائي.

**چاگلو:** ص. لاڏلو. چونچلو. نڱي. نخريباز. (ث. چاگلي).

**چالَ:** ث. رفتار. هلڻي. هلت- روش. طريقو- ڍنگ. عادت. هيرَ. رسم. اٽڪل- حرفت. ميٺهن (جنهن جي چرڻ تي پيرَ ۽ مُنهن اچو هجي). بيسڪوٽ رنگ تي جي ٻوٽو.

**چال چَلت، چال چَلگت:** ث. هلڻي چلڻي. طور طريقو. رسم رواج.

**چال چَلن:** ذ. هلت چلت- اخلاقي معيار.

**چالبازُ:** ص. اٽڪلي- حرفتي. ٺڳ. چالاڪ- هوشيار.

**چالبازي:** ث. چالاڪي. ٺڳي. حرفت.

**چال ٽَڪڙي:** ذ. تمام شرير. اڙٻو. خراب هٿ وارو.

**چالارُ:** ذ. چڙهه- مٿانهين. ٻُنپرائي.

**چالار ڏيڻ:** ڳالهه کي وڌائي وڌائڻ. ٽيڪو ڏيڻ.

**چالاڪُ:** ص (ف) چُست- تيز- ڦڙت. هوشيار. ٺڳ- فريبي.

**چالاڪي:** ث. ڦڙتي- چُستي. هوشياري. ٺڳي- حرفت.

**چالامانُ:** ذ. رسم رواج- هلي چلي. رواج.

**چالانُ:** ذ (انگ) پروانو. راهداري. ملزم جي ڪورٽ ۾ حاضري.

**چالان ٿيڻ:** عدالت ۾ حاضريءَ جو حُڪم ملڻ.

**چالانو:** ذ. لاڏاڻو- وفات- انتقال.

**چالو:** ذ. هلڻي. ڳوٺن واري ڪنهن راند بازيءَ ۾ ڳوٽ جي هلڻ جو وارو- داءُ.

**چالا ڪرڻ:** نخرا ڪرڻ. غمزا هڻڻ. داءُ هلڻ.

**چالُو:** ص. رواج ۾ هلندڙ. عمل ۾ ايندڙ. جاري. عام رواجي.

**چالُو هجڻ:** جاري هجڻ. شروع هجڻ. بند ڪر هجڻ.

**چالي:** ث. چال- عادت- علت.

**چاليهَ:** ص. ڳاڻيٽي جو هڪ عدد (40)

**چاليهَ چورَ:** ذ. الف ليلي ۾ علاءُالدين جي ڪٿي وارا چاليهه چورَ. ٺڳن جو ٽولو.

**چاليهارو:** ص. چاليهن جي لڳ ڀڳ- اٽڪل چاليهه.

**چاليهو:** ذ. چاليهن ڏينهن جو مدو. اعتڪاف وارا چاليهه ڏينهن (گوشه نشينيءَ ۾ عبادت ۽ روزا رکڻ). فوتيءَ جي چاليهن ڏينهن تي ختموءَ خيرات- چهلم. چاليهن ڏينهن جو عرصو (سڄ ۾ ٻه چاليها). اونهاري جي سخت گرميءَ سياري جي سختيءَ وارا چاليهه ڏينهن.

**چاليهو ڪڍڻ:** چاليهه ڏينهن عبادت ۾ ويهڻ ۽ روزا رکڻ- چلو ڪڍڻ.

**چاليهُون:** ص. سلسلي ۾ چاليهه نمبرن وارو.

**چامائُو:** ص. چمڙ (جوڙڪ جيڪو چمڙيءَ جي مٿان رهڙ ڪري).

**چامُٺو:** ذ. چم جو پٽو- چمينو.

**چامڪي:** ث. سنهوءَ ڊگهو لڪڻ- چمڪ- ڇهو- تلهڙ.

**چاميلو:** ذ. چم جو پٽو (پالڪي وغيره ٽڪي ڪرڻ لاءِ). (ص) چم وارو. چم جو.

**چانٺو:** ذ. چمٽ- ٺٺڙ- لپاٽ.

**چانٺو چکائڻ:** لپاٽ هڻڻ. سيڪت ڏيڻ.

**چانپ:** ث. چپ- پڪوڙ- داٻ.

**چانجُوس:** ذ. جاسوس.

**چانجُوسي:** ث. جاسوسي.

**چاندني:** ث. چاندوڪي. زمين تي وڇائڻ لاءِ فرش يا چادر.

**چاندي:** ذ. هڪ قسم جو مشهور ڌاتو- رپو- سيمَ- نقره. ڏڪي (ڏاند) جي ڪُنبي تي ياچاريءَ جي گٺ.

**چانديءَ جي جتي پائڻ:** حرام جي ڪمائي خوب خرچڻ.

**چاندي ٿيڻ:** تمام گهڻو فائدو ٿيڻ.

**چاندڻ:** ث. چنڊ جو سُهانو- چاندوڪي.

**چاندوڪا:** اسم خاص. لاڙڪاڻي جو قديم نالو (جڏهن هو پرڳڻو هو).

**چاندوڪي:** ث. چنڊ جو سُهانو.

**چاندُونو:** ذ چنڊ جو ڪرڻو. شعاع. تجلو.

**چانديا:** اسم خاص. بلوچ قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**چانديا مگسي هئڻ:** پاڻ ۾ سخت ويري هجڻ.

**چانديا مگسي ٿيڻ:** هڪٻئي جي صلاح تي ڏاڍ مڙسيءَ جو ڪم ڪرڻ (چانديا چور، مگسي شاهه).

**چانسَ:** ث (انگ) وجهه- موقعو.

**چانس هُجڻ:** ڀاڳ هجڻ- بخت هجڻ.

**چانسلر:** ذ (انگ) يونيورسٽيءَ جو سڀ کان وڏو سربراهه.

**چانڪَ:** ث. طعنو- مهڻو. ڏوراپو.

**چانگُ:** ص. تندرست- تازو توانو. بهادر- جوڌو. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**چانگارَ:** ث. ٺونوارَ (پکين جي)- لات.

**چانگارڻُ:** م. لات لنوڻ- ٺنوار ڪرڻ. وجهڻ (چڙ).

**چانگو**: ذ.اَٿ.

**چانگھ**: ث.جھونگار.تنوار.

**چانوَرَ**: ذ.اناج جو قسم.ساريءَ مان نڪتل اَنُ.چانورن جو طعام.

**چانور ڇيڙ**: ذ.ڪاڏي جون شيون- اَن پاڻي.

**چانورمُڇ تي رکڻ**: بيپرواهيءَ سان گھمڻ.لاغرضائي ڏيکارڻ.

**چانوريو**: ذ.اڇي ٻچ وارو (جانور).

**چانھ**: ث.هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جي پَنن جو ڪاڙهو پيئجي ٿو). چانھ جي پاڻي.کنڊ۽ کير جو مشروب.هڪ قسم جو پکي (سائيءَ آسماني رنگ جو).

**چانھ پاڻي**: ث.هلڪي دعوت.

**چانھ داني**: ث.چانھ ڪاڙهڻ جو ٿانءُ.

**چانھون**: ذ.ٻتو (وارن ۾).

**چانهين**: ث.ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**چانئٺَ**: ث.دروازي جي چوڪٺ جي هيٺين ڪاني.

**چانئٺ چمڻ**: احترام جي اظهار طور چانئٺ کي چمڻ.

**چانئرُ**: ذ.چانور.رتيءَ جو انون حصو.

**چانيھو**: ذ.هڪ قسم جو پسار ڪوڪر.هڪ ذات جو نالو.

**چانَڪَ**: ث.طعنو.مهڻي واري ميارَ.

**چائو**: ذ.ڳوهيل اَٽي.مٽي وغيره جو پنوڙو.مکڻ جو پيڙو.

**چاوَتَ**: ث.حسد.بغض.خصومت.وير- عداوت.بد خواهي.

**چاوڙا**: اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**چاه**: ذ(ف)کوھ.

**چاهِ زَنخدان**: ذ.منهن ۾ ڪاڏيءَ واري کڏ (سونهن جي وصف).

**چاهِ ذقن**.ذ.ڪاڏيءَ واري کڏ.

**چاهَ**: ث(ف)باھ.وڏو چلهو (جنهن ۾ گھڻيون ڪانيون وجهي مچ ڪجي).مچ-آڙاهه.

**چاهُ**: ذ.خواهش-آرزو-اميد.محبت.پيار.شوق.سڪَ-اُڪير.

**چاھ چَٽ**: محبت-چاهت-پيار.

**چاهَتَ، چاهنا**: ث.خواهش-تمنا.محبت-پيار.

**چاهَڙُ**: ث.رسيءَ جو ڪڙ (چوپائي جي پير ۾ وجهڻ لاءِ).

**چاهَڪُ**: ذ.گاهه جو هڪ قسم.تازو ڦٽل گاهه.سائي گاهه واري جوءِ.

**چاهڻُ**: م.گھرڻ.خواهش ڪرڻ.طلب ڪرڻ.محبت ڪرڻ.پسند ڪرڻ.

**چاهي**: ث.ٿوري باھ- ننڍو مچ.

**چاهي پوکَ**: ث.کوھ تي آباد ٿيندڙ زمين (پوک).

**چاهيُون چورڻ**: باهيون ٻارڻ.ڏونهان ڏکائڻ (عشق جا).

**چاءِ**: ث.چکيا- چنا- باھ.

**چاءُ**: ذ.پيار.شوق.

**چائُتَ**: ث.حسد.بد خواهي.چاوَت.گلا.

**چائُرَ**: ذ.گاهه جو هڪ قسم.لنب گاهه جو ٻج.

**چائڙي، چاوڙي**: ث.پوليس گهاٽ-ٿاڻو.

**چائڻ**: م.کڻڻ.چاڙهڻ.

**چَبَ**: ث.اجائي دعوي.

**چَبي**: ص.چب ڪندڙ.

**چَبرائي**: ث.ريڙهپيڙھ-ڏاندل.

**چَبڻُ**: م.پان ۾ وڙهڻ-ڏند ڏيڻ.

**چَبوتڙو، چَبُوتڙو**: ذ.ويهڻ لاءِ ٺلهو.سوڙهي جاءِ- ٻهرو.

**چَپَ**: ث.ڏندن جو زور- چاٻو.هڪ پيرو چاٻو (وات جو).سختي-پيڙ.

**چَپ پوڻ**: ڏند ڏيڻ.زباني تڪرار ڪرڻ.

**چَپ چٽَ**: ذ.سوچ ويچار- خبرداري- احتياط.

**چَپ چٽَ ڪرڻ**: وهنوار يا ليکي ۾ پڪائي ڪرڻ.ذرو پرزو ليکي ۾ آڻڻ.

**چَپ چَٽَ**: ث.خوشامد-منٿون ڳالهيون ٺاهي ريجهائڻ.

**چَپ چوچو**: ذ.بهتان تراشي.

**چَبون ڏيڻ**: ارمان ڪرڻ- حسرت کائڻ.

**چِبَ**: ث.پکيءَ جو هڪ قسم- چبري.(ص) وانڍو.ٻوڪ.

**چُبُ**: ذ.گھٻ (ٿانءَ ۾).بيدولا چَبَ.

**چُبُ ڪڍڻ**: گھٻ سڌو ڪرڻ.روئڻ وقت چَپَ ڪڍڻ (عام طور ٻار لاءِ چئجي).

**چِبارا**: ذ.اَهلون-چبرا.

**چِباڙَ**: ث.هڪ پيرو ڏندن سان چباڙڻ- چَپَ.

**چِباڙڻُ**: م.ڏندن سان زور ڏيڻ- چاٻا ڏيڻ.ڪُرٽڻ-کائڻ.چبڻ.

**چِبجَڻ**: چباڙجڻ (ڏندن وسيلي).

**چِبرا**: ذ(جمع ۾ ڪم ايندڙ) اَهلون- ويچارا.

**چِبرا ڏيڻ، ڪڍڻ**: اهلون ڪرڻ- ويچارا ڪڍڻ.

**چِبرو**: ذ.هڪ قسم جو پکي (جيڪو نيا ڳو چيو وڃي ٿو)- اُلو.

**چِبڙُ**: ص.ڪنڻ ۾ گھڻا چاٻا ڏيندڙ- چاٻون.

**چِبڙاٽو**: ذ.چباڙڻ جو آواز.ٿوروڪاڏو (ٻن ٽن گرهن جيترو).

**چِبڙڻُ**: م.چباڙڻ.چبڻ.

**چِبڙي**: ث.کچيءَ مان نڪرندڙ ڦر وارو گوشو.

**چبڙي چاڙهڻ:** دڙڪو ڏيڻ. فريب ڪرڻ- دوکو ڏيڻ.

**چبڙي:** ث. جوئر جو هڪ قسم.

**چبڪو، چبڙڪو:** ذ. چباڙڻ جو آواز- چابو.

**چُبڪي:** ث. چُونگ. چُهنڊي. آڱرين جو مُهڙو.

**چِبِلُ:** ص. چِسو- بيوقوف. پاگل.

**چَبڻُ، چَبڻُ:** م. چباڙڻ. ڪائڻ. ڪُرڻ.

**چبي چٽي ڳالهائڻ:** سوچي ويچاري ڳالهائڻ. سانت سان ڳالهائڻ. سهڻن لفظن ۾ ڳالهه ڪرڻ.

**چبي چڏڻ:** دٻائڻ- ديچارڻ. هستڳهٽائي چڏڻ. مهميز ڏيئي چڏڻ.

**چبو:** ص. ڏنگو- ڦڏو. مُڙيل. بي ڊولو. (ث. چبي).

**چبو ٻُوٿ ڪرڻ:** ناراضپو ظاهر ڪرڻ.

**چَپ:** ظ. ٻاتيءَ ۾ زورسان ڪرڻ- ڏو. سڏو.

**چَپ پوڻ:** دخل اندازي ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**چَپ ڪرڻ:** ڦهڪو ڪڻ. چيڪو ڪرڻ.

**چُپائڻ:** م. جسم ۾ داخل ڪرڻ (سُئي، چاقو وغيره)- ٽُنبڻ.

**چُپ چُپ:** ث. چُپڪار (جسم ۾). چُپڻ (اکين ۾).

**چِپر:** ص. گهٽوڪائيندڙ.

**چِپڙ:** ذ. هڪ وَلِ جو ڦُر- مٽيرو.

**چِپڙ چَٽ:** ص. تمام موڳو- ڪُند ذهن.

**چُپڙتو:** ذ. جهيڙو. گوڙ. فساد.

**چُپڙتو وجهڻ:** گوڙ ڪرڻ. تپا ڏيڻ.

**چَپڙڪُ:** ذ. ٻاتيءَ ۾ ڪرڻ جو آواز- ڏو- چَپڪو.

**چُپڪارَ (ث)، چُپُڪارُ:** ذ. جسم ۾ چيت. ڪک يا سُئيءَ وغيره جو لاڳيتو چُپڪو.

**چُپڪو:** ذ. جسم ۾ سُئي وغيره ٽُنبڻ جو ايذاءُ.

**چُپڪو ڪرڻ:** چُپي وڃڻ. ايذاءُ پهچائڻ. بار بار محسوس ٿيڻ.

**چُپڻُ:** م. جسم ۾ لڳڻ (سُئي، ڪنڊو وغيره)- ٽُنبجڻ. ايذاءُ ڪرڻ- ڏُکڻ.

**چُپي پوڻ:** کپي وڃڻ. اوچتو ڦاسي وڃڻ.

**چُپوٽ:** ث. چپ- رَهڙ- پيڙ.

**چَپي:** ث. اجائي دعوي (ڪسڻ يا حق جمائڻ لاءِ). ڪٻت. لڳي.

**چَپيٽ:** ث. سزا- سيڪت. بديءَ جو بدلو.

**چِٽُ:** ذ (سن) دِل- مَنُ- ضمير. ڌيان- توجهه.

**چِٽ ڪٿڻ:** دل ڪٿڻ. ارواح پلڻ.

**چِت لائڻ:** خيال ڪرڻ- ڌيان يا توجه ڏيڻ. دل لائڻ.

**چِتُ چاهُ:** چاهت- محبت. سڪ.

**چِت چور:** ص. دل چورائيندڙ. دلبر- معشوق.

**چِت لائڻ:** پوروپورو ڌيان ڏيڻ- دل لڳائڻ.

**چِت وَرڻ:** دل ورڻ- ڪا خواهش ڪرڻ- مرضي يا رايو ٿيڻ.

**چُٽ:** ث. ڳُتي- مَتعَدَ.

**چُٽ ڪُٽ:** ث. ويهڻ جيترو زمين ٽڪر.

**چِٽ:** ث (سن) ڪاٺين جو ڍڳ، جنهن تي هندو مڙدو ساڙين- چِکيا- ڏاگه.

**چِتارُ:** ذ. چتاءَ- تاڪيد. خبر- سڏ.

**چِتارڻ:** م. چتائڻ. ڌيان ڇڪائڻ. خبردار ڪرڻ.

**چِتاءُ:** ذ. اطلاع- آگاهي- خبر. اڳواٽ خبر. يادگيري. پڌرائي- علان. تنبيه.

**چِتائڻ:** م. جڳائڻ- تڪڻ. غورسان ڏسڻ. ڌيان ڏيڻ. ياد ڏيارڻ. پڌرائڻ. خبردار ڪرڻ- جتائڻ. تنبيه ڪرڻ.

**چِتُر:** ص (سن) چالاڪ- ڏاهو- سياڻو.

**چِترائي:** ث. چالاڪي- ڏاهپ. چلولائي.

**چِتر زبان:** ص. ڳالهائڻ ۾ هوشيار- چالاڪ.

**چِتر:** ذ (سن) چِٽ. نقش.

**چِتر شالا:** ث. مورتين رکڻ جي جاءِ.

**چِترڪارُ:** ص. مصور.

**چِترائڻُ:** م. چِٽ ٻڌي ۾ ڪائڻ. لالچائي ڦاسائڻ. ورغلائڻ- ڀنيلائڻ.

**چِترڪُ:** ذ. ٻسارڪي وڪر جو هڪ قسم.

**چِتر ماسي:** ث. هندن جو هڪ ورت (ويساک جي چوڏهين).

**چِترڻُ:** م. نقش ڪڍڻ- چِٽڻ.

**چُتڙُ:** ذ. ٻندڙ- ٻندڻ.

**چِتو:** ص. ڦِڪو- بي سواد.

**چِتو، چِتون:** ص. چِٽ هڻائيندڙ- منعول.

**چِتورڻُ:** م. ڏٽرڻ- ريبڻ- ريهڻ.

**چِتون:** ذ. طوطو- مٺو (پکي).

**چِتوڻ:** م. سوچڻ- غور ڪرڻ. ڌيان ڪرڻ.

**چِتي:** ث. ڪپڙي جو ٽڪر- اڳڙي. پيوند. مٽي ۾ چورس ٽڪر ۾ کوڙيل وار. ڦاٽل جُتيءَ ۾ چمڙي جي ٽڪريءَ جي ڳنڍ. گدري چڻنهين وغيره ۾ وڍيل ٽڪر.

**چِتي ڪڍڻ:** نقصان رسائڻ. ويساهي ڏک ڪڍڻ. مالي نقصان ڏيڻ.

**چَتي لَهرائڻ:** نقصان پرائڻ- ڏَڪ کائڻ.

**چَتي وِنائڻ:** ٽارون ءَ جو وار ڪوڙائڻ.

**چَتي هڻڻ:** پيوند ڳنڍڻ. نقصان ڏيڻ.

**چتيُون لاهڻ:** گراهڪن کي ڦرڻ.

**چِٽَ:** ث. چلهڻ جي حالت- چِپَ.

**چِٽارڻ:** چٽڻ- چِپڻ. چپپاٽڻ.

**چِتَرَ:** ث. ٺوڪ- ٺنول. کِلَ.

**چِٽرڻ:** م. کلون لاهڻ. چٽڙ لاهڻ. چچرڻ. ڏَڪ هڻڻ.

**چِتَرو:** ص. چٽرون ڪندڙ- مسخرو.

**چِتَڙُ:** ذ. ڪنهن سخت شيءِ يا پٿر وغيره جو مٿيون يا پاسي وارو ٽڪر.

**چِتڙ لهڻ:** کاون لهڻ. نقصان پَهچي وڃڻ.

**چِتَڻُ، چِتڻُ:** م. چلهڻ- چِپي ذرا ذرا ڪرڻ. مُهري يا ڪنهن اوزار سان ڪُٽڻَ.

**چُتو:** ذ. جيت جو هڪ قسم (اوني ڪپڙا ٽُڪيندڙ).

**چَٽَ:** ث. ڏُتارَ. خوشامد. لالچ. لغارَ (صابڻ. رنگ جي). مکُ (تيل جو).

**چَٽَ پڌڻ:** راضي ڪرڻ. پرچائڻ. مٿي ٽان هٿ گهمائڻ.

**چَٽَ چَٽائڻ:** رشوت ڏيڻ. لالچائڻ.

**چَٽُ:** ص (سن) تبه- ناس. ختم. بيڪار- نڪمو. خراب- ردي.

**چَٽُ ڪاتو:** بلڪل نڪمو- بنهه بيڪار.

**چَٽ ڪَندو هڻڻ:** تمام خراب هڻڻ. بلڪل بيڪار هڻڻ.

**چَٽُ ڪرڻ:** ناس ڪرڻ- برباد ڪرڻ. کائڻ- هضم ڪرڻ.

**چِٽَ:** ث. سخت گرم ڏينهن واري مُندَ. (بدي جو سچو مهينو ۽ اَسُوءَ جا پهريان ڏهه ڏينهن. انهيءَ عرصي ۾ چار چٽون ٿين: 1. دبَ جي چٽ، 2. ڪانهَن جي چٽ، 3. سَچي سَر جي چٽ ۽ 4. ڪوڙي سَر جي چٽ).

**چِٽَ، چِٽَ:** ث. نشاني کي پورو ڏَڪُ- چُستَ. نشاني بازي.

**چِٽَ:** ث (انگ) ڪاغذ جي ٽُڪري (جنهن تي نالو لکيل هجي). چِٺي.

**چِٽُ:** ذ (سن: چِتر) داغ- ٽِڪو. نقش. گلڪاري واري تصوير. مصوري.

**چِٽ چِٽڻ:** گلڪاري ڪڍڻ. گلا غيبت ڪرڻ.

**چِٽُ گُل:** گُلڪاري- چِٽسالي.

**چِٽيو ڪُنو:** ڏسڻ جو سُهڻو- پاهرئين ڏيکاءُ وارو.

**چُٽَ:** ث ڏيان ۾ رکيل جاءِ تي پورو ڏَڪ.

**چِٽا:** ذ. سخت گرمي ءَ جا ڏينهن (جنهن ۾ بوڪ پچي).

**چِٽا پيٽي:** ث. مقابلو- پيٽ. بحث مباحثو.

**چِٽانو:** ذ. سو جهرو. چِٽي (ڏينهن جهڙي) روشني. سَهائي.

**چِٽائڻُ:** م. چِپَ سان صاف ڪرائڻ. ڪرائڻ.

**چِٽائڻُ:** م. نقش ڪرائڻ. چِٽَ ڪيائڻ.

**چِٽائي:** ث. صفائي. روشني. پڌرائي.

**چِٽائي ڪرڻ:** ڳالهه جي صفائي ڪرڻ.

**چُٽَپَ:** ث. نشان بازيءَ جو ڪم.

**چَٽ پَٽ:** ظ. جهٽ پٽ.

**چِٽَجَڻُ:** م. نقش ٿيڻ. چِٽ ٿيڻ.

**چَٽَ چُمي:** ث. چمي پا ڪر. ظاهري پيار.

**چَٽ چُمي ڪرڻ:** پيار ڪرڻ. خوشامد يا چاپلوسي ڪرڻ.

**چَتَرُ:** ص. چَٽ پٽي ڏُتاريندڙ. چَٽو ڪندڙ.

**چُتَر:** ص. چُٽو پيل وهٽ (بارگيريءَ سبب).

**چِٽرانو:** ذ. روشني.

**چِٽسالي:** ث. گُلڪاري- نقاشي.

**چِتَڪُ:** ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽي جون ڪانيون. (ص) چِٽن وارو.

**چِتَڪارو:** ٽڪو- چِهَڪ. ٿورو ٿورو اثر.

**چِتڪَمرو:** ص. ڪارن اڇن چِٽن وارو. ٻن رنگن وارو (اڇو ۽ ڪرو). ابلق (گهوڙو).

**چَتڪو، چُتڪو:** ذ. لغار (رنگ جي). جهلڪو- چِمڪو. مزو- چشڪو. ايذاءُ.

**چِتَڪا چکڻ:** ايذاءُ سهڻ.

**چُتڪو:** ذ. ٽڪرو- ذرو. نشان- داغ. تجلو. لذت- مزو.

**چُتڪي:** ث. چِپٽي (ڦڪيءَ وغيره جي). لغار. ڪاغذ جو لکيل پرزو

**چُتڪي ڪرڻ:** دوکو ڏيڻ. زبردستي ڪرڻ. تعدي ڪرڻ.

**چَتڻُ، چِتڻ:** م. زبان سان کائڻ. چکڻ. رغبت سان کائڻ.

**چِٽڻُ:** م. چِٽَ ڪڍڻ. نقش نگار ناهڻ. گُلڪاري وغيره ڪڍڻ.

**چِٽڻُ، چُٽڻُ:** م. نشان تي پورو هڻڻ. چست ڪرڻ- نشانو هڻڻ.

**چِٽني:** ث. مرچ مصالحو پيل ڪُٽي مِٺي شيءِ.

**چَٽني ڪرڻ:** هضم ڪرڻ- کائي کپائي ڇڏڻ.

**چَٽو:** ذ. مصلحي دار شيون کائڻ. هر وقت ڪجهه نه ڪجهه کائيندو رهڻ. فضول خرچي.

**چَٽو ڪرڻ:** بازاري شين کائڻ تي چاهر ڪڻ. فضول خرچي ڪرڻ.

**چَٽُو:** ذ. چَٽو ڪندڙ. چَٽيندڙ.

**چِٽو:** ص. روشن- صاف. اڇو. کُليو- ظاهر. (ث. چِٽي).

**چٽو ڳالهائڻ:** کولي بيان ڪرڻ.

**چِٽو،چُٽو:** ذ.داغ.چِٽل ڦٽ جو نشان.وهٽ جي پُٺيءَ تي ٿيل ڦٽ يا زخم.

**چُٽو لائڻ:** بدنام ڪرڻ-داغ لڳائڻ.

**چَٽوڙو:** ذ.چماٽ-ٿَڦڙ.ڪن مروٽ-گوشمالي.

**چَٽوڙا چکائڻ:** چماٽون هڻڻ.سزا ڏيڻ.

**چَٽُوئو:** ذ.بازپکيءَ جو هڪ قسم.

**چَٽي:** ث.ڏنڊ-جُرمانو-تاوان.نقصان-گهاٽو-چيهو.

**چَٽي پرڻ:** بيگناهه ڏنڊ ڀري ڏيڻ.

**چَٽي پوڻ:** ڏنڊ پوڻ.نقصان پوڻ.

**چَٽي چوڙ ڪرڻ:** فضول خرچي ڪرڻ.نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ.

**چَٽي چُوڙي:** ث.گهاٽو نقصان.جايو ٽوٽو.

**چِٽي:** ث.داغ.چمڙيءَ جي هڪ بيماري.

**چِٽَيلُ:** ص.نقش ٿيل.چِٽو ڪيل.رڱيل.

**چَٺ:** ث.نِڪر جو ٿانءُ (ڪُتي جي پاڻي پيئڻ يا کائڻ لاءِ).مينگهواڙ وٽ چمڙي پُسائڻ لاءِ پاڻيءَ جو ٿانءُ.

**چَٺ ٿيڻ:** صفائي نه رکڻ-گدلو ٿيڻ.

**چَٺُ:** ص.بلڪل پوڙهو ماڻهو يا جانور.

**چِٺو:** ذ.فهرست-وچور-تفصيل (لکيل ڪاغذ).

**چِٺي:** ث.خط.

**چِٺي چپاتي:** ث.خط پٽ.نيپو نڙو.

**چِٺي واچڻ:** خط پڙهڻ.حال پروڙڻ.

**چِٺي واچڻ ئي نه ڏيڻ:** ٻنهه تڪڙ لائڻ.ڪجهه به نه ٻڌڻ.

**چَپُ:** ذ.لَبُ.

**چَپَ چٽڻ:** سڏون ڪرڻ.سڪڻ.

**چَپ چورڻ:** ڪجهه ڳالهائڻ.وات هلائڻ.

**چَپ سُجائڻ:** ٻوٿ خراب ڪرڻ-ڪاوڙجڻ.ناگوار لڳڻ.

**چَپُ ڪڍڻ:** ننڍڙي ٻار جو روئڻ وقت چَپُ چِپو ڪرڻ.

**چَپن کي چُنو لائڻ:** خاموشي اختيار ڪرڻ.

**چَپ وڍيل:** ص.بيحيا-اَتاسو.

**چِپ:** ث.وير-دشمني-عداوت.

**چِپ پوڻ:** بنا سبب دشمني رکڻ.ڏنڊ ڏيڻ.

**چِپَ:** ث.پيڙيا ڪنهن وزن سان داٻ.

**چِپَ ڏيڻ:** زور ڏيڻ-مٿان دٻاءُ وجهڻ.سيڪت ڏيڻ.نقصان ڏيڻ.

**چُپ:** ث.خاموشي-ماٺ.سُڪوت.

**چُپ رهڻ:** ماٺ رهڻ-خاموش رهڻ.ماٺ تي وڃڻ.

**چُپ لڳڻ:** حيرت لڳڻ-عجب ٿيڻ.

**چُپاتو:** ص.چُپ رهندڙ-ماٺيڻو.خاموش.گونگو.

**چَپاتي:** ث.هڪڙي ننڍي ماني-ڦلڪو.

**چَپاٽ:** ث.چماٽ-لپاٽ.

**چَپاڪلي:** ث.ڳهه (هر) جو هڪ قسم.

**چَپاڪي:** ص.چالاڪ-هوشيار.

**چپترو:** ص.سنهوءَ تراڪڙو.پاسا وينل ۽ وچ گولائيءَ ۾ اٿيل-چپٽو. (ث.چپتري).

**چَپٽُ، چِپُٽو:** ذ.ٻن يا ٽن آڱرين ۾ آيل ٿورو يا چورو-وڏي چِپٽي.

**چِپٽي،چِپُٽي:** ث.آڱوٺيءَ آڱر جي وچ ۾ آيل ڪنهن شيءِ جو مقدار-چُٽڪي.آڱوٺيءَ وچينءَ آڱر جي گسڻ سان نڪتل آواز.

**چَپٽيءَ ۾ اچڻ:** اَنيءَ ۾ اچڻ.تڪليف ۾ ڦاسڻ.قبضي ۾ اچڻ.

**چَپٽيون وڄائڻ:** خوش ٿيڻ.

**چَپٽيون وڄائيندو رهڻ:** بيڪار ڦرندو وتڻ.پڇتائيندو رهڻ.

**چپجڻُ:** م.پائمال ٿيڻ.پيرن سان لتاڙجڻ.چٿجڻ.

**چُپ چاپَ، چُپ چُپات:** ث.ماٺ ميٺ-خاموشي.(ص) خاموش-ماٺ.

**چَپَرَ:** ث.ڏاند ٻڌڻ جي گهڙيل ڪاٺي (ڪاٺ جي وِٽي يا سَلُ ۾ وجهڻ لاءِ).

**چَپر چُرڻ:** ڪَل ٽٽڻ-دماغ ڦرڻ.

**چَپراسُ:** ذ.بلي (خاص نشان) وارو پٽو.جيڪو خدمتگار چيله ۾ ٻڌي.بيل ڳاڏيءَ ۾ ٻنين کي جهلڻ لاءِ ڪوبلو.

**چَپ راست:** ص(ف)ڪٻو سڄو.ٻريو.

**چَپراسي:** ص.پٽو ٻڌل (نوڪر).پٽيوالو.نوڪر-ملازم.

**چَپران:** ث.وڏن چپن واريءَ اٺ.(ص) واچن-واتڙي.

**چَپر بافي:** ث.نواڙ اڻڻ جو ڪم.(ص) نواڙ و نکرا ٿيل.

**چَپڙ:** ث.کهٽوڀ گو.چپوڙو.ديڳ تي ٿيندڙ ديڳ.

**چَپڙ چٽُ:** ص.ننس-برباد.سڄو-ڪنگال.خرچ نو.

**چِپڙُڻ:** م.چنبڙڻ.

**چَپڙو:** ذ.ڏنون جي ڪاني ڳڏي ڪاڪ جو هڪ قسم.

**چَپڙي:** ث.دوا جي لپري (ڦٽ تي علاج خاطر رکجي)-پني.

**چَپڙي چاڙهڻ:** پني چاڙهڻ.گهڻي رقم ٽڳاڻي وڃڻ.نڳي ڪرڻ.

**چَپڙيون ڪُلڻ:** ڪجيءَ جي مکڙين مان ٻور ظاهر ٿيڻ.

**چُپڙي:** ٿ.ماٺ- خاموشي.

**چپڙيون، چَپرُون:** ٿ. ڪٺ جون پ.پٽيون، جيڪي ڏکيا ھٽ ۾ جهلي تار لاءِ وجهنديون- ڪڙ لون.

**چَپقَلش:** ٿ (ترڪي) ٺرائي. جهيڙو- تڪرار. اتبٽت.

**چَپَلُ:** ذ.چپڙو. ڪنبو. پلاند.

**چَپلائي:** ٿ.چلاڪي. سياڻپ. خوشامد. ٺڳي.

**چِپَڻُ:** م. مٿان زور ڏيڻي پچائڻ. دباءُ وجهڻ. ناجائز بار وجهڻ. پائمال ڪرڻ. چلهڻ. هيسائڻ. نقصان ڏيڻ.

**چپي چڏڻ:** پائمال ڪرڻ. پيڙي ڇڏڻ. سخت نقصان رسائڻ.

**چَپو:** ذ. ھٽ جون چار آڱريون. چئن آڱرين جي ويڪر جيتري جاءِ- چاڙڪي. ٿوري جاءِ. چنبو. آڱرين ۾ آيل شيءِ جو مقدار.

**چَپا لاهڻ:** عيب ظاهر ڪرڻ. پڙدو ڪڻڻ.

**چَپو چَپو:** ذ. ٿوري ٿوري جاءِ- هر هنڌ.

**چَپو چُورو:** ذ. نيرن پاڻي.

**چَپُو:** ذ. ٻيڙيءَ جو ڳَنُ. (ص) وڏن چپن وارو.

**چپو:** ص. ڳهيل- چپو. ڪاغذ يا ڪپڙي تي پاڻيءَ جو داغ.

**چَپولَ:** ٿ. ڏاڙو (دل ڪسڻ جو). ناز نخرو- غمزو.

**چپي:** ٿ. اک جو ميل- پچي.

**چپير:** ص. پچين وارو- پچر.

**چَپيٽَ:** ٿ. ڌڪ. صدمو. نقصان- ڪهتو. سيڪت.

**چَپيٽ ڏيڻ:** چوٽ رسائڻ. ڳجهي طرح نقصان پهچائڻ. هلڪي مار ڏيڻ.

**چَچ:** اسم خاص. قديم سنڌ جو هڪ راجا.

**چچنامو:** ذ. سنڌ جي تاريخ جو هڪ آڳاٽو ڪتاب "فتح نامو".

**چَچ:** ص. تمام مسڪين- نهايت غريب. هيڻو.

**چچ چڪائڻ:** هيڻن کي آزارڻ. مسڪين مارڻ.

**چچ:** ص. چريو- مست. (ظ) پرپور- ٽمٽار.

**چَچر پَچر:** ذ. ڳاڏڙ ڳاڏو- ڪچڪول.

**چچرڻُ:** م. چٿي ذرا ذرا ڪرڻ. قيمي وانگر وڍڻ. زخمن سان چور ڪرڻ.

**چچڙُ:** ذ. جيت جو هڪ قسم (جانورن کي چنبڙي رت چوسي).

**چچڙ تي لڳڻ:** چنبڙي پوڻ. هر وقت ساڻ لڳو رهڻ. اورچ تي لڳڻ (ڪم ۾).

**چچڙ جو چَڪ:** ذ. ٿوري تڪليف- ٿوري مهميز.

**چچڙي:** ٿ. سنهي چير. ٻيل ڳاڏيءَ جي سرائي ۾ پيل ڪاني.

**چُچڪارَ، چُچڪرَ:** ٿ. افسوس جي اظهار يا ڪتي کي سڏڻ جو آواز.

**چُچڪ رڻُ:** م. ڪتي کي سڏڻ لاءِ "چچ چچ" جو آواز ڪرڻ.

**چچلائڻ:** رڙيون ڪرڻ- ٻ ڪارڻ. درد سهڻ. ڪنجهڻ. آزارڻ.

**چِچلو:** ص. البيلو- لاڏلو. بي ادب.

**چچمار:** ص ڪنجوس- مرچوٺ.

**چچ مچ:** ٿ. سمجهه ۾ نه ايندڙ ڳالهه. (ص) جڃرين (ڳالهه). منجهيل (اکر).

**چچمچلو:** اٽڪل. سٽڪل. حرفت. سازش.

**چُچو:** ص. چُونچو. (ٿ. چُچي).

**چچي:** ٿ. ساڻدي جهڙو هڪ جيت (چٽين پٽين تي هئي ۽ جيت ڪني)- ڪرڙي.

**چچي مار:** ص. چچيون ماريندڙ. ڪنجوس.

**چچيون مارڻ:** عيب ڪڍڻ.

**چچينگر:** ذ. ٿانداتو- ڪڙڪيتو- جگنو.

**چَخَنُ:** ذ. نخرو- انگل. ماتو. بهانو. موج- مزو.

**چَخي:** ذ (گهرو ٻوليءَ جو اصطلاح) پريتيءَ!- دفعتيءَ!

**چَخي نه ڪرڻ:** ڪاپرواهه نه ڪرڻ.

**چڏو:** ذ. گولي (شيشي جي)- بلور.

**چڏو چڏي تي پيحڻ:** اڪيلي سان ساڪيءَ هلت هلڻ.

**چڏو:** ذ. سٿر وارو مٿيون سنڌ.

**چڏا ڦاڙڻ:** تنگون خلاصيون ڪرڻ. گهٽي جاءِ والارڻ.

**چڏا هڻڻ:** رانون ڳسائڻ. تڪو هلڻ. اجائي والار ڪرڻ.

**چڏو ڪرڻ:** چوپائي مال جو گپ ۾ ويهي ڪڍ نه هڻ.

**چڏولَ:** ٿ. چوڏولَ.

**چڏُ، چڏو:** ص. وڏي پيٽ وارو. گهٽو کائيندڙ- پيٽو.

**چڏو:** ذ. ٻانيءَ جي ننڍڙي ڪنڌ. ڏٻو. ٿوپو. چلهو (پاڻي يا ڪپ جو).

**چڏي:** ٿ. گوڏن تائين ننڍي پتلون يا پاجامو.

**چرَ:** ٿ. ديڳين جي رڌ واري چلهه. ڏگهي ڪنڌ، جنهن ۾ ٻاهه تي گهڻيون ديڳيون رڌجن.

**چرُ:** ذ. کاڌي جي خواهش- اشتها.

**چرُ ڪرڻ:** ڏڙ ڪرڻ.

**چرَ:** ٿ. دير- اوير.

**چر:** ٿ. چرپر- حرڪت. هٽ چراند- ڪوئنس. غار. اونداهي ڪنڌ.

**چراخُ:** ذ (ف) هڪ جهنگلي جانور.

**چراغُ:** ذ (ف) ڏيئو- ڏيو.

**چراغ آسماني:** ذ. آسمان جو ڏيئو- سج.

**چراغِ مزار:** ذ.قبر تي ٻرندڙ ڏيئو.يادگار.

**چراغ سحري:** ذ.صبح وقت اُجهامڻ وارو ڏيئو.(ص) پوين پساهن ۾.

**چراغان:** ذ("چراغ" جو جمع) تمام گهڻن ڏيئن جي روشني.بتين جي جهرمر.

**چراغ پا:** ص.ڪاوڙيل-ناراض-خفا.

**چراغ دان:** ذ.ڏيئي رکڻ جي جاءِ.

**چراگاهه:** ذ.چوپائي مال جي چرڻ واري جوءِ.ويڙ-سيم.

**چراند:** ث.چُر-حرڪت-ڪُڙس.

**چرب:** ص(ف) چربيءَ وارو ستيو.ٿلهو.

**چرب زبان:** ص.لالچائيندڙ ڳالهيون ڪندڙ.خوشامدي-چاپلوس.

**چرب زباني:** ث.خوشامد.چاپلوسي.چترائي.

**چربٽ، چرڪٽ:** ص.چرڙيو-اڌ چريو.موڳو.بيوقوف.

**چربٽو:** ذ.پکين جو هُل-چربر.

**چربر، چرچر:** ث.جهرڪين جو هُل.گهڻن ٻارن جو گڏيل ڳالهاءُ.

**چربو:** ذ.ڪير،ڪنڌ ۾ پيت ملائي ڪاڙڻ.

**چربو:** ذ(ف:چربه) نقش نهيل روغني ڪاغذ.روغني ڪاغذ وسيلي نهيل ڇاپو.نقل-اُتارو.

**چربي:** ث(ف.چرب) گوشت جو ستيو ٿُهه.

**چربي چڙهڻ:** ٿلهو ٿيڻ.بيوقوف ٿيڻ.

**چرٽ، چرٽو:** ذ.لُچ.چور.بدمعاش.(ث.چرٽي).

**چرٽائي:** ث.لُچائي.بدمعاشي.

**چرپر:** ث.حرڪت.هل چل.تحريڪ.بيقراري.

**چرچ:** ث.(انگ) ديول-ڪليسا.

**چرچ:** ث.حرڪت-چراند.ٻچ-هُشي.

**چرچائي:** ص.چرچا ڪندڙ-يوڳائي.

**چرچر:** ث.سنهو آواز-چرڙاٽ.جهرڪين وغيره جو آواز.

**چر چران:** سڄو ڏينهن ڪڄهه نه ڪجهه ڪائيندو وتڻ.

**چرچو:** ذ (سن: چرچا) يوڳ-مذاق-مسخري.ٺوڪر.ٺٺول.مشهوري.ذڪر-هُل.

**چرچو گهٻو:** کل يوڳ-دلڙيشو-مذاق مسخري.

**چرخ:** ذ(ف) آسمان.ڦيٿو.چرخو.چڪر-ڦيرو.

**چرخ چاڙهڻ:** آسمان تي چاڙهڻ.مشهور ڪرڻ.خوار ڪرڻ.

**چرخ ڏيڻ:** پگهرائڻ-رجڻ (ڌاتوءَ کي).

**چرخ شُماري:** ث.تاراڳڻڻ.

**چرخ مارڻ:** چوڌاري ڦرڻ.خيال ۾ خودي وڃائڻ.

**چرخو:** ذ (ف: چرخه) سٽ ڪتڻ جو اَيٽ.ڦيٿو.چڪر (قسمت جو).وڏو نار.

**چرخو ڪتڻ:** ايٽ تي ڌاڳو نائڻ.

**چرخو هلائڻ:** ڪاروبار يا انتظام هلائڻ.

**چرخي:** ث(ف) ڦرڙي.ننڍو ڦيٿو.پوڻ.نار تي ٿيل آبادي(پوک).

**چرڙ:** ذ.چنبول(پکي).چپ.

**چرڙاٽ:** ذ.ڪپڙي ڦاٽڻ جو آواز.پکي يا ننڍڙن ٻارن جو آواز.

**چرس:** ذ.کوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ چمڙي جو ڏول-ڪوس.هڪ نشيدار ٿمڪ (جيڪو ڀنگ مان نڪري ٿي).

**چرسي:** ص.چرس جو نشو ڪندڙ.

**چرغ:** ذ.شڪاري پکيءَ جو هڪ قسم.

**چرڪ:** ذ.چمڙي سان ملي تي ڇوٽيدار ڄهند.

**چرڪ:** ث.ڏير،اوير.گهاءُ-زخم.

**چرڪ:** ث.لپ-چرون (پاڻيءَ جو).

**چرڪاڻ:** ث.ڇهر-مرچ مصالحو.

**چرڪڻ:** زور سان ڏهڻ.چرڻ.

**چرڪو:** ذ.ڪنڻ يا چرڻ جو آواز.ڪپڙي ڦاٽڻ جو آواز.

**چرڪو:** ظ.ڏير سان-ڪمهلو-اويلو.

**چرڪو:** ذ.چرچر-ٻٽ ٻٽ-ٻٽڪو.

**چرڪي:** ث.ذڪ-سرڪي.ٿوري شيءِ.

**چرگت:** ث.موڪليل يا آيل مال.

**چرگت ڪرڻ:** مال موڪلڻ-روانو ڪرڻ.

**چرم:** ذ(ف) چمڙو-چم.کل.

**چرمي:** ص.چم جو-چم وارو.

**چرمائڻ:** م.اٽڪل بازي ڪرڻ.ٺڳي ڪرڻ.

**چرڻ، چرڻ:** ذ(سن) پير.

**چرڻ چُمڻ:** پيرن پوڻ.قدمبوسي ڪرڻ.

**چرند:** ذ(ف) چرندڙ جانور-چوپايو.حيوان.

**چرنايون ڪرڻ:** وڏائي ڪرڻ.اَڪڙ ڏيکارڻ.

**چرند وار:** ذ.متي يا ڏاڙهي مُڇن ۾ اُهو وار جنهن جي پيدا ٿيڻ سان ٻيا وار آهستي آهستي ڇڻي وڃن.

**چرڻ:** م.(سن) گاهه کائڻ (چوپائي جو).جانورن وانگر کائڻ (ڪاڌو).آهستي آهستي کائڻ.

**چرڻ:** م.آهستي آهستي هلڻ-رڙهڻ.سرڻ.ٿورو هلڻ.حرڪت ڪرڻ.

**چرنو:** ذ.وڏن پانچن واري سٽڻ.

**چَرٺي:** ث.ڏاڪڻ-ٻوڙي.

**چَرو:** ذ.ڪڏو- چِرَ.زخم-گهاءُ.

**چُرو:** ذ. ديگ. چؤنريءَ جهڙو هڪ قسم جو ٿامي جو ٿانءُ (کير، پاڻي وغيره رکڻ لاءِ). رنگريز جي رڱ ڪاڙهڻ ۽ پُسائڻ لاءِ اُين ڪندڙن وارو هڪ ٿانءُ.

**چُروٽُ:** ذ (انگ) تماڪ جي پنن مان ٺهيل ولائتي بيڙي- سگار.

**چَروڙِي:** ث.چؤنري(ٿانءُ).

**چُرون:** ذ (ع: جُرعة) هڪڙي هٿ جي ڪُپ واري ٻيهڪ (جنهن ۾ پاڻي وغيره ڪٺي سگهجي)-لَپ.

**چُرون ڀرڻ:** ڍڪ پاڻيءَ جو وات ۾ وجهڻ.

**چَرُونجي:** ث.وڻ جو هڪ قسم.

**چَرهاتَ:** ث.چَرڻ واري جوءِ- سيم.

**چَرهو:** ذ.چرڳه.چارو-ڪاچ.(ص) خوش- سَرهو.تندرست.خوشنم.

**چَرِي:** ث.ننڍي ڊگهي ڪڏ. ڪَسِي. پيڙه جي ڪوٺيل زمين.ڪَڏو (ٺوٺي ڪوڙڻ لاءِ).

**چَرياتو:** ذ.پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**چَرِيانُ:** ص.چريو.مست.بيپرواهه.

**چَريائي:** ث.پاڳلپڻو.بيوقوفي.مستي.سوداءُ- خفتان- جنونُ.

**چَرِيَٽُ:** ص.چريو.ٿورو چريو- مست.

**چَريو:** ص.پاڳل- ديوانو.سودائي.جنوني.

**چَريو چاڳلو:** ص.نخريلو- چِنونو- البيلو.

**چَريو ڏاتورو:** ذ.هڪ قسم جو ٻوٽو (پسارڪي وکر طور ڪم اچي).

**چَريو ڪَريو:** ص.بي عقل.جهڙو تهڙو.

**چِڙَ:** ث. ڪاوڙ- غصو.ناراضگي.ڏمر. جهٽ پٽ آيل غصو.بيزاري. نفرت- حقارت.

**چِڙ ڏيارڻ:** چيڙائڻ- ڪاوڙائڻ.

**چِڙَڻُ:** م.ڪاوڙجڻ-ڏمرجڻ.

**چُڙَڻُ:** م.استعمال ٿيڻ (ڪپڙو). جهلڻ- جٽاءُ ڪرڻ. گهڻو وقت هلڻ.گهڻو وقت بيماري ڪاٽڻ- بيماريءَ ۾ ڳهڻ.

**چُڙي اُٿڻ:** گهڻو وقت بيماري ڪاٽي چاق ٿيڻ.

**چِڙنو:** ص.چِڙندڙ- چيڙاڪ.

**چَڙو:** ذ.چؤپائي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل گهنڊ- سنيارُ.

**چَڙو ٻڌڻ:** مشهور ٿيڻ يا ڪرڻ.سگي ٻڌڻ (ڳُتم ۾).

**چِڙو:** ذ.جهرڪُ (پکي).(ث.چِڙي).

**چَڙه:** ذ.چاڙهه.واڌارو.ڍؤ.هٿي.

**چَڙه سُواري:** ص.تمام تکڙو- ٻيني پير.

**چَڙُه ڪرڻ:** ڍؤ ڪرڻ.خوب پيٽ ڀري کائڻ.

**چَڙهاڪَتَ:** ث.اضافو.واڌارو.چڙهت.

**چَڙهائي:** ث.چاڙهي.بلندي-اُوچائي.مٿانهين.حملو- ڪاهه.

**چَڙهائي ڪرڻ:** حملو ڪرڻ- ڪاهه ڪرڻ.

**چَڙهَتَ:** ث.اڳرائي.سَرسي.ٻئي جي مقابلي ۾ وڌو واڪُ (ٻولَ ۾).

**چَڙهت ڪرڻ:** وڌائي واڪُ ڏيڻ.اڳرائي ڪرڻ.

**چَڙهتي:** ث.واڌ.برتري.سرسي.

**چَڙه چَڙهان:** ذ.ري وري چڙهڻ واري حالت.هلان- ڪاهه.وَٺ وَٺان.

**چَڙهڪُ:** ص.چڙهيءَ لائق وهٽ.

**چَڙهَندي:** ث.ترقي-اوج.

**چَڙهَندي پانهين:** اڪثريت وارو پاسو- غالب پاسو.

**چَڙهَڻُ:** م.مٿي وڃڻ.بلند ٿيڻ.سوار ٿيڻ (وهٽ تي). چاڙه ٿيڻ (درياءُ ۾). واڌ اچڻ (پاڻيءَ ۾). وڌڻ (قيمت). ترقي ڪرڻ. اڏامڻ (جهاز.لغڙ). ڪاهه ڪرڻ.اُڀرڻ (سج.چنڊ). چانجڻ (ڪکر).تندرست ٿيڻ (بيماريءَ مان).

**چَڙهيا ڪُنا لهي وڃڻ:** اوچتو افسوس جي خبر ملڻ.ماتم مچڻ.

**چُڙهي ڪُني يا نصيب:** داتي پاڻيءَ ني اختيار نه هئڻ.

**چَڙهِني:** ث.ڏاڪڻ- سيڙهي.

**چَڙهو:** ذ.ترقي-واڌارو.چاڙهو.هٿي.

**چَڙهو چَڙهندي ٿيڻ:** ڏينهون ڏينهن وڌڻ (آسيس).

**چَڙهو چَڙهي ڪرڻ:** چٽاپيٽي يا مقابلو ڪرڻ.چڙهت ڪرڻ.

**چَڙهو ڏيڻ:** هٿي ڏيڻ.سبز باغ ڏيکارڻ.

**چَڙهِي:** ث.سُواري.وهٽ تي سواري.ڪاهه- حملو- جٿه.چَمَ.جو ٻوڪو (کوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ).

**چَڙهي اچڻ:** ڪاهه ڪرڻ.لنگهي اچڻ.

**چَڙهي پوڻ:** بيماريءَ مان پار پوڻ- چاڙهو ٿيڻ.

**چَڙهي چيله پيڻ:** ڪٽڻ- جيتڻ- سوڀارو ٿيڻ.

**چَڙهي ڪرڻ:** سُواري ڪرڻ.حملو ڪرڻ.

**چَڙهي وڃڻ:** مٿي ٿيڻ.مهانگو ٿيڻ.هلان ڪرڻ.

**چَڙِي:** ث.ننڍو چَڙو (جانورڪي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ)-ٽَلي.

**چِڙِي:** ث.جهرڪي.اڳٺ وجهڻ لاءِ اُبداتي جو ٽڪندو سوراخ.ٺس جي پتن جو هڪ رنگ- ڦٽو.

**چِڙي مار:** ص.پکي ڦاسائيندڙ-ماري.

**چِڙيا گهر:** ذ.اُها جاءِ.جتي هر قسم جا جانور ۽ پکي گڏ ڪجن.

**چَسَ:** ث.سواد-لذت.هيرَ-چوسَ.
**چَسائتو:** ص.مزيدار-سوادي-لذيذ.
**چَسائڻ:** م.مزوونڻ-سوادونڻ.
**چستَ:** ث.سونارڪي ڪم جو هڪ اوزار-ننڍو چمٽو.
**چستَ:** ث.نشاني بازي.هڪ ٽڪ نظر.
**چست ٻَڌڻ:** نشاني جو نيڪ اندازو ونڻ.
**چُسَت:** ص (ف) ڦڙت- تيز. هوشيار- چالاڪ. چڪيل- تنگ (ڪپڙو).
**چُستي:** ث.ڦڙتي.هوشياري.چالاڪي.
**چَسپان:** ص(ف) چنبڙيل.نهڪيل.موزون.
**چَسڪارو:** ذ.چَس- چَسڪو.
**چَسڪَڻُ:** م.ڪنهن ڪاڏي جي شيءِ لاءِ خواهش ٿيڻ.هيراڪ ٿيڻ.
**چُسڪَڻ:** م.چوسي پيئڻ.ڏائڻ (ٿڃ.ٿڻ).ڍڪ ڍڪ پيئڻ.
**چَسڪو:** ذ.زبان جو مزو.سواد.عادت- چوسَ.
**چَسڪو ونڻ:** سوادونڻ-مزوونڻ.
**چُسڪو:** ذ.کير يا پاڻيءَ کي وات سان چِڪڻ واري حالت- چوس.
**چُسڪي:** ث.سُرڪَ-ڍُڪ.
**چَسِي:** ث.چمي.شاباس.ڪيڪار.جسڪو-لذت.
**چَسِي ڏيڻ:** ڪيڪارڻ.تاڙي ملائڻ (خوشي يا آفرين ڏيڻ وقت).
**چَسِي ملائڻ:** ڪيڪار ڪرڻ.ڪوڙڳلهائڻ.خوشامد ڪرڻ.
**چُسِي:** ث. چَنهر (چَنهَر) راند ۾ چئن منجهان ٽن ڪوڏين ڪُلڻَ ۽ هڪ اونڌي ٿيڻ جو داءُ.
**چَشَ:** ث(ف) سواد- ذائقو.لذت.مزو.چَس.
**چِشتي:** ص.تصوف جو هڪ سلسلو (خوجہ معين الدين چشتيءَ کان شروع).
**چَشڪو:** ذ.چسڪو.
**چشم ، چَشمُ:** ذ(ف:چَشم) اک- نيڻ- عين.
**چِشم بَندِي:** ث.نظربنديءَ وارو جادو (جنهن ۾ موجود هوندي به نڏسي سگهجي).
**چشم پوشي:** ث.درگذر- ڪَن لاٽار.ڏسي وائسي ڏيان نہ ڏيڻ.
**چَشم زدَن:** ذ.اک ڇنڀ.لحظو.
**چَشم و چراغ:** ذ.نهايت پيارو- پٽ.اولاد.
**چَشُمڪ:** ث(ف) اک جو اشارو.رمز.رنجش.
**چِشمو، چَشمو:** ذ (ف. چَشمہ) قدرتي طرح زمين مان نڪرندڙ پاڻي (عام طرح جابلو ايراضيءَ ۾). عينڪ.هڪڙي ونءَ جو قسم پنهنجي ونءَ ۾ پيوند.
**چشما هڻڻ:** اکين جا اشارا ڪرڻ.
**چُغَدُ:** ذ(ف) چبرو (پکي).
**چُغُلُ:** ص(ف) جاسوس- چاري.چوٽي ڪندڙ.گلاخور.ڏوتو.(ذ) چلم جي ٽوپيءَ جي سوراخ ۾ رکڻ لاءِ پٿر وغيره.
**چغلپائي:** ث.چغلي.ڏوتپائي.
**چُغُلخور:** ص.چوٽي ڪندڙ.لائي چائي ڪندڙ.گلاخور.
**چُغُلخوري:** ث.گلا- نندا.عيب جوئي.
**چُغلِي:** ث.چوٽي.گلا.
**چُغلِي هڻڻ:** چوٽي ڪٽڻ.نشاندهي ڪرڻ.لائي چائي ڪرڻ.
**چَقمَق:** ذ (ترڪي) اهو پٿر. جنهن مان باھ نڪري. لوھ کي چڪيندڙ ڏاتو.
**چَقمَقي:** ث.ڏاڍائي- سختي.وير.
**چُقَندُرُ:** ذ(ف) اوبڙ جو هڪ قسم (گوگڙو جهڙو ياجيءَ طور ڪم اچي).
**چَڪُ:** ذ.ڏندن سان جهلڻ.ڏندن سان وَڍ.ڏندن سان زور (ڪائڻ ۾). ڪنڀر کي ڪم جو چڪرو (جنهن کي ڦيرائي ٿانو ٺاهين). کوھ جي ٿر ۾ رکڻ لاءِ ڪاٺ جو چڪرو (جنهن تي پڪي کوھ جي اوساري ڪجي)- وَنڪَ.زرعي زمين جي وڏي ايراضي- ديھ.
**چَڪ بَندِي:** ث.زمين جي حدن جي جوڙجڪ جو ڪم- سروي.
**چَڪ پوڻ:** سُور جو سُوٽون اُٿڻ.پيٽ ۾ ٻڪ جا مروٽا ٿيڻ.
**چَڪُ وجهڻ:** جَهٽ وجهڻ.ڦندي لاءِ نا جائز مطالبو ڪرڻ. ڪُوڙي دعوي ڪرڻ.
**چَڪين ماس پَٽڻ:** دشمني رکڻ.خون جو پياسو ٿيڻ.
**چِڪَ:** ث.گپ- چِڪڻ.گارو.پوسل.
**چِڪ ڪرڻ:** گپ ڪرڻ.خرابي ڪرڻ.
**چُڪَ:** ث.ڀُل- غلطي- سهوَ- خطا. چيله ۾ سُور پوڻ جي هڪ بيماري (جيڪ گهڻي کاڌيءَ بدهضمي سبب ٿئي).
**چُڪُ:** ذ.سُرمي يا مصالحي وغيرہ پيهڻ جو پٿر- روهي.
**چَڪارُ:** ص. چڪر ڏيندڙ (چوريءَ لاءِ). چورن جو همراھ "چور چڪر".
**چِڪارُ:** ذ.پريل-تار.ڪنڌار.
**چِڪارو:** ص.گپ وارو.ڏٻڻ وارو ذليل.
**چَڪاسَ:** ث.جاچ- تپاس.پرک.نظرداري.
**چِڪاس:** ث.بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ هر وقت پيشاب جا قطرا وهن).

**چَڪاسَڻُ:** م. جاچڻ- نهارڻ. چڱيءَ طرح ڏسڻ. تپاسڻ. پرکڻ. آزمائڻ.

**چڪائڻُ:** م. قرنڦل ذريعي ٺهڪائي عرق ڪڍڻ.

**چُڪائڻُ:** م. مُنهه ڪرڻ- اگهڻ. ختم ڪرڻ. ادا ڪرڻ (قرض).

**چُڪَت:** ث. ڪنهن بہ شيءِ جي قيمت متعلق فيصلو.

**چُڪتُو، چُڪتو:** ظ. ادا ڪيل (قرض). وهنوار- بيباق. سمورو- سڀ.

**چُڪتو ڪرڻ:** وهنوار ڪرڻ- ليکو صاف ڪرڻ.

**چڪَٽُ:** ص. ميرو- مِٽيءَ هاڻو- تيل هاڻو (ڪپڙو).

**چَڪَٽي:** ث. هرلي جي ڪاڄڻ ۾ هٿڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو ٽڪر. چيچڙي جو هڪ حصو.

**چُڪجَڻ:** م. پورو ٿيڻ- ختم ٿيڻ. ٽڪڻ. ڪَڪ ٿيڻ.

**چُڪ چُڪ ڪرڻ:** ڳَنڪار ڪرڻ. افسوس ڪرڻ.

**چَڪچُورُ:** ص. گهايل- زخمي. زخمن سان چُور.

**چَڪَر:** ث. نارَ جو هڪ چڪرو (جيڪو لَٺ کي ڦيرائي).

**چَڪَرُ:** ذ. گول- دائرو- گهيرو. حلقو. ڦيٽو. ڦيرو- گهمرو. گشت- سَير. گردش. ڦيري (مٽي جي)- پَنواٽي. مصيبت. معاملو.

**چَڪر اچڻ:** ڦيري ٿيڻ- پنواٽي ٿيڻ. پُور پوڻ. گهمروا چڻ.

**چَڪرڏيڻ:** ڦيرو ڏيڻ. گهمرو ڪرڻ- ڦيرائڻ. رُلائڻ. ڏنو ڏيڻ. فريب ڏيڻ.

**چَڪر هڻڻ:** گهمڻ- سير ڪرڻ. وري وري اچڻ.

**چڪرانو:** ذ. گپ- چِڪ- راڦو. (ص) گپ وارو.

**چِڪرائُون:** ص. چڪري وارو- گول.

**چَڪردار:** ص. ڦيري يا وَٽ وارو گول.

**چَڪر لڳائڻ:** ڦيرو ڪرڻ. گشت ڪرڻ. سَيرُ ڪرڻ. دَورو ڪرڻ.

**چَڪر ۾ اچڻ:** معاملي ۾ ڦاسڻ. آزار ۾ پوڻ. مصيبت ۾ پوڻ.

**چَڪرو:** ذ. ڪا بہ گول شيءِ. مانيءَ ٺڦڻ لاءِ ڪاٺ جو گول ٽڪر.

**چَڪر وَرتي:** ص. روءِ زمين جو حاڪم.

**چَڪري:** ث. چرخي. ڦِرني. مقابلو- لڙائي.

**چَڪري ڪائڻ:** مقابل ڪرڻ. خوب بحث ڪرڻ.

**چِڪڙُ:** ص. چِڪ جهڙو ميرو. مٽيءَ سٽ ۾ لٿڙيل.

**چَڪڙو:** ذ. ٿورو چُڪو- ڏِڪڙو.

**چُڪڙو چاڙهڻ:** پنگ پيئڻ. شراب جو ڍُڪ پرڻ.

**چَڪُلو:** ذ. چڪرو. مانيءَ ٺڦڻ لاءِ ڪاٺ جو گول چڪرو. پيشہ ور فاحش عورتن جو اڏو.

**چَڪلو وَسائڻ:** بدپيشو اختيار ڪرڻ. چڪلي ۾ باقاعدي ويندو رهڻ.

**چِڪَمدوزي:** ث. ڪپڙي تي زريءَ جو پرت. ڪپڙي تي ريشم يا زريءَ جي مَڙهت جو ڪم.

**چَڪمو:** ذ. دوکو- فريب. دنبو.

**چَڪما ڏيڻ:** ڪوڙا دلا سا ڏيڻ.

**چِڪَمي:** ص. پرت پريل ڪپڙو.

**چِڪَنُ، چِڪنو:** ذ (ف) پرت جو هڪ نمونو (جنهن ۾ ڪپڙي ۾ ٺي گُلَ نا هيا وجن)- سوزن ڪاري. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**چِڪنو گهڙو هڻڻ:** اثر نہ پوڻ- اثر نہ ٿيڻ.

**چِڪندوزي:** ث. چِڪني جو پرت.

**چِڪناچُور:** ص. ٽُڪرَ ٽُڪرَ- ذرا ذرا- پورَ پورَ.

**چِڪنا چُور ٿيڻ:** ٽڪر ٽُڪر ٿيڻ. تباه ٿيڻ. ڪُهجي پوڻ.

**چِڪنائي:** ث. سٿڀ. روغن. چربي.

**چِڪني:** ث. سوپاريءَ جو هڪ قسم.

**چِڪڻ:** ث. چيڪي مٽيءَ جي گپ. ڏٻڻ.

**چِڪڻ مان چڙهڻ:** گپ مان نڪرڻ. مصيبت مان آزاد ٿيڻ.

**چِڪڻ ۾ ڦاسڻ:** ٻنڌڻ ۾ ٻڌ جي وڃڻ.

**چِڪَڻُ:** م. قرنڦل ذريعي عرق نڪرڻ. ڦٽ يا زخم مان روڳ وهڻ. ڦٽ ڦرڙيءَ مان پوڻ ءِ ڳڙڻ.

**چُڪَڻُ:** م. ختم ٿيڻ. وهنوار ٿيڻ. ادا ٿيڻ (قرض). ٽڪڻ (جسم)- کُهجڻ.

**چَڪو:** ذ. ڏؤنري جو چاوَلِ دڳ. ڳنڍو (ڪؤنر جو). ٽُڪر (منڊيءَ جو). (ص) گول. گهاٽو چميل.

**چَڪُو، چَڪُون:** ذ. ميوي جو هڪ قسم.

**چُڪو:** ذ. ڍُڪ- سُرڪ.

**چَڪورَ:** ث. اُڻ ٽڻ- ڳڻتي- فڪر.

**چَڪورُ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (تتر جهڙو، پير ڳاڙها. ڳچيءَ ۾ ڪنٺو. چون ٿا تہ چڪور چنڊ تي عاشق آهي).

**چَڪئو:** ث. مرض جو علاج- بيماريءَ جو دارون درمل.

**چَڪُئو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم- ڳاڙهو هنجهہ.

**چَڪي:** ث. گول شيءِ. چانڊهہ. ٽِڪي (صابڻ جي). ٿڌاريل نند ۽ بوتو (وڻ جو). سونارڪي اصطلاح ۾، چانديءَ جي ريجي ۾ نهيل شيخ.

**چَڪي پٽڻ:** بنياد ڪڍي ڇڏڻ. پاڙئون پٽي ڇڏڻ.

**چَڪي پيهڻ:** جانڊ هلائڻ. تڪليف پوڻ. ڪنهن ڪم کي لاڳيتو ڪندو رهڻ.

**چَڪي هڻڻ:** ٻوٽو مڪ هڻڻ ڪڏي ٻڌي هڻڻ هڻڻ.

**چُڪي:** ث. ٿورو ڏڪ - سُرڪي.

**چَڪُ:** ذ. ٻ هرٻون ڏيکاءُ. عيب.

**چَڪَ:** ث (ترڪي) بانس جي تيلين ڪانن مان ٺهيل پردو.

**چُڪَ، چُڪِي:** ث. ڪنڊ (تن علائقن ۾ ديهن جي ملڻ واري ڪنڊ). جبل يا ٽڪري ۾ نڪتل ڪنڊ اتي اڀر ضي. چهنب - نوڪ.

**چڪا چوڪي ڪرڻ:** ڏاٿوڻ - سواد چکڻ.

**چَڪائڻُ:** م. ٿورو ڪرڻ. ڏاٿوڻ ٿڻ.

**چَڪ چُڪ:** ث. سُور جو چيڪ ڙ. ٻيقراري - آنڌ مانڌ.

**چَڪرو:** ذ. ٻڪڙو.

**چُڪَڙ:** ذ. ڪنهن شيءِ جي مٿين حصي جو ٽڪر - چٽڙ.

**چَڪُمَڪ:** ذ. سينڌ سُرمو. هار سينگار. ٺاهه ٺوهه.

**چَڪَڻُ:** م. ٿورو ڪائڻ. زبان لائڻ. سواد وٺڻ. ڏاٿوڻ. ڪائڻ.

**چَڪي چريو ٿيڻ:** هري پوڻ - هيراڪ ٿيڻ.

**چَڪي لهڻ:** اڳوات سڌ لهڻ. نتيجو ڏيان ۾ ويهارڻ.

**چڪيا:** ث. هندن ۾ مڙدي کي ساڙڻ لاءِ مچ - چتا.

**چڪيا تي چڙهڻ:** ستي لڪڙي جي رسم ادا ڪرڻ - ڏاڳه چڙهڻ.

**چَڪِي مَڪِي:** ذ. ٺاهه ٺوهه (بدن يا ڪپڙي لٽي جي) - مهٽ سهٽ. سينڌ سُرمو. هار سينگار.

**چُگتو:** ص. ڪٿي - چوري.

**چَگَ:** ث. مٽي جي وارن جي چوٽي - چٽا. ڳٽ.

**چَگَ وڍائڻ:** چوٽي وڍائڻ. مريد ٿيڻ. آن ميڄڻ. جهنڊ لهرائڻ.

**چَگَ وڍڻ:** مُريد ڪرڻ. نڳڻ.

**چُگائڻ:** م. پکيءَ جو ٻچن کي داڻو داڻو ڪري کارائڻ. چوڳو ڪرائڻ.

**چِگڙُ:** ص. سٽيءِ مٽيءَ هاتو. چيڙهه.

**چَگڙ ڏيڻ:** ڪيريا ٽڄ ڏارائڻ. ٻٻو ڏيڻ (ٻارڪي).

**چَگڙجي وڃڻ:** ٽٽن مان ڪيرڏانجي وڃڻ. سخت سزا مڙ. سڄو ٿيڻ.

**چڳڙدو:** ذ. گپ چِڪ - گپڙاٽو.

**چَگڙڻُ:** م. چوسڻ (ٿڻ). ڏائڻ.

**چُگڻُ:** م. چهنب سان کائڻ. داڻو داڻو کائڻ. ٿورو ٿورو ڪ ٿڻ.

**چَگهه:** ذ. يار - آشنا (عورت جو).

**چُگهه:** ذ. گهب - چِٻ (ٿن ۾). داغ (مت جو). نشان (ڏڪ جو).

**چُگهڻُ:** م. چيڻ - نڳڻ. ماتا جا داغ ٿيڻ.

**چُگهو:** ص. ٿٻو ٿٻو متر رو - ڏتو مٽو.

**چَگهوٽي:** ث. ڪريل عورت - بدپيشه.

**چَگائي:** ث. سٺائي. ڀلائي - نيڪي. فائدو.

**چَگائي چَگي نه هڻڻ:** ڀلائيءَ مان دشمني پرائڻ.

**چَگيلائي:** ث. چڱائي - تندرستي - صحت.

**چَگمُڙسي:** ث. ڀلمانسي. نيڪ مردي. وڏ ماڻهپي. راڄ يا پنچائتيءَ جي ڀڳداري.

**چَگو:** ص. سٺو - ڀلو. موزون - مناسب.

**چگو ڀلو:** ص. تندرست - چڱ - صحتمند.

**چگو چوکو:** ص. سٺو - عمدو (ڪڌو، طعام).

**چگو مَنو:** ص. ٻرو ڀلو. کروکوٽو. دوست دشمن.

**چَگو مُڙس:** ص. شريف ماڻهو. معزز ماڻهو. سردار - رئيس.

**چگو موچارو:** ڪتن جو ڳو - ڳتن جهڙو. هيڏو سارو.

**چگي:** ص. سٺي - ڀلي. موزون. (ث) نيڪي - ڀلائي.

**چگي ٻُڌائڻ:** موزون جواب ڏيڻ. سڌي ٻڌائڻ.

**چگيءَ طرح:** ظ. سٺيءَ طرح - ڀلي نموني. گهڻي انداز ۾.

**چگي ڪرڻ:** نيڪي ڪرڻ. سٺو ڪم ڪرڻ. ٿورو ڪرڻ.

**چَگيان:** ظ. بهتر نموني سان - چگيءَ طرح.

**چَگيرو:** ص. موچارو - سٺو - چوکڙو.

**چَل:** ث. لهر - موج. ھڪجهڙائي - يڪسانيت.

**چِل:** ث. ڪپ - گرو. ٻاٽي. آن يا گاهه جي ڀري.

**چِلاڪي:** ص. چالاڪ (عورت). بدڪار.

**چَلاءُ:** چال. هلت. دستور - رواج.

**چَلائُو:** ص. هلندڙ - چلتو. رواجي. عارضي ڪم لائق - ڪم ٽپائُو.

**چَلت:** ث (سن) چال - روش. ڍنگ - عادت.

**چلتَر:** ذ. دوهنگي - فريب.

**چَلتو:** ذ. رواج - ڪپو. ڍنگ - نمونو. زيب زينت.

**چَلتو ٻڌڻ:** ورغلائڻ - ڀنيلائڻ.

**چَلتو پُرزو:** ص. وڏو چالاڪ. حرفتي. ڦڙت.

**چَلتو ڪرڻ:** ڏيکاءُ ڪرڻ - نمائش ڪرڻ. سينگار ڪرڻ.

**چَلتبازي:** ث. چالاڪي. بازيگري.

**چَلتُ:** ذ. دوکو - دولاب - ٺڳي. سنسار - جهان.

**چَلتَ ٻڌڻ:** ٺڳ ٿيڻ. حساب ٿيڻ.

**چَلپَل:** ث.جهٽ‌پٽ-يڪدم.

**چَلپَل جو چَٽڪو:** ٿوري وقت جو ڏيکاءُ.

**چِلڙ:** ث.گپ.درياءَ ڏنيءَ جي ڪناري واري چڪ.

**چِلڙ:** ص.ريزو.ڪميو.چڙيو.خسيس.

**چِلڙ واپار:** معمولي ڏيتي ليتي.

**چِلغوزو:** ذ. چيل جو ون. چيل جي ون جو ٻج (جيڪو پچي کائجي)-نيزا.

**چِلڪَ:** ث. چمڪو-روشني.زريءَ جو ٻورو-افشان.

**چِلڪاٽُ:** ذ.چلڪو.ٽجلو.

**چِلڪائڻُ:** م.چمڪائڻ.مهٽي صاف ڪرڻ.صيقل ڪرڻ

**چِلڪَڻُ:** م.چهڪڻ.جرڪڻ.ٽجلو ڪرڻ.

**چِلڪو:** ذ.چمڪو.ٽجلو.

**چَلگت:** ث.ريت-رسم-هلي چلي.عادت.

**چَلڻ چُڪي وڃڻ:** هلي نه سگهڻ-هلڻ کان هلاڪ ٿيڻ.

**چِلمَ:** ث (ف) تماڪ ڇڪڻ لاءِ ٺڪر جو هڪ خاص ٿانءُ.

**چِلمَ ڀرڻ:** خدمت ڪرڻ.نيچ ڪم ڪرڻ.

**چِلم تازي ڪرڻ:** چلم ۾ نئون پاڻي وجهڻ يا هڻڻ.

**چِلمچي:** ث (ترڪي) هڪ قسم جو ٿانءُ (ٺڪر.ٽامي وغيره جو جنهن ۾ هٿ ڌوئجن).

**چَلڻ:** م.هلڻ.

**چَلڻ چُڪڻ:** ضعيف ٿي وڃڻ.چرڻ کان بس ٿيڻ.

**چِلو:** ذ. چاليهن ڏينهن جو عمل يا وظيفو.اها جاءِ، جتي ڪنهن بزرگ چلو ڪڍيو هجي.ويائل عورت جي چاليهن ڏينهن تائين سنڀال. ڪمان جي زِهَ.پڙهيل ڌاڳو.گيهه ۾ تريل سوراخدار ءِ نرم ماني.

**چِلو ڪڍڻ:** چاليهن ڏينهن تائين وظيفو پڙهڻ.سخت پابنديءَ وارو پورهيو ڪرڻ.

**چِلي ۾ هجڻ:** پرهيز ۾ هجڻ.هڪ هنڌ ويهي رهڻ (ڪنهن خاص حالت ۾).

**چِلولائِي:** ث.البيلائي-لاڏ.انگل.

**چِلولو:** ص.ڪيچلو.انگلي.البيلو-لاڏلو.(ث.چلولي).

**چَلهَ:** ص.گهڻ کائو-پيٽي.سست-ڪاهل-ڍرو.

**چِلهَ:** ث.چِپَ.چِٽَ.زور-دٻاءُ.

**چُلهَ:** ث.باهه ٻارڻ وارو هنڌ.رڌپچاءُ ڪرڻ لاءِ باهه ٻارڻ جي جاءِ.

**چُله تي چڙهي ويهڻ:** زوريءَ گڏ رهڻ.

**چُله تي مُتڻ:** بيحيائيءَ جو ڪم ڪرڻ.

**چُله ٿيڻ:** دوڏقسي ڪمائندر ٻيهي وڃڻ.

**چُله مُتو:** ص.نمڪ حرام.بدلچتو.

**چُله وِتو:** ذ.مرنگ.

**چِلهٽو:** ذ.ريشمي ڪوٽ.

**چِلهَجڻ:** چيجڻ.چٽجڻ.ڪٽجڻ.

**چَلهِر:** ث.خاني واري هڪ راند (جيڪ چنن ڪوڏين سان رهجي. چنن ڪوڏين جو هڪ داءُ-چنهر.

**چَلهِري:** ث.نڪمن ماڻهن جي ٽولي.

**چِلهڙ:** ذ.ڊنڊيا پاڻ ۾ رهيل ءِ ڇپيل گاهه.

**چِلهَڻُ:** م.چپڻ-چٽڻ.

**چِلهي چڏڻ:** سخت مار ڏيڻ-دڙي رکڻ.

**چَلهو:** ذ.گپ يا گاري جو دائرو.ون جي چوڌاري پاڻيءَ لاءِ ڪَڏو.

**چِلهو:** ذ.گپ-ڪپڙاٽو.(ص) سست.واٽڙو.

**چُلهو:** ذ.چلهه.وڏي چلهه-ڪل.پ خاني ڪرڻ جو خانو.

**چُلها چوٽ چاڙهڻ:** گهڻو رڌپچاءُ ڪرڻ.

**چِلي:** ث.وهٽ تي بار ڪٽڻ لاءِ ڪپڙي جي خُرزين.

**چَمُ:** ذ (ف/سن: چرم) چمڙو-کَل.چمڙي.

**چَمُ چاڙهڻ:** لڪڻ يا ڪنهن شيءِ تي چمڙي جو پوش چاڙهڻ.

**چَمُ چير:** ص.موچي.گهٽ ذات.

**چَمُ لاهڻ:** کَل لاهڻ.سخت سزا ڏيڻ.

**چَماٽَ:** ث (ف: طمانچه) ڳل تي هٿ سان ڌڪ-لپاٽ.

**چَماٽَ لڳڻ:** صدمو رسڻ.نقصان پهچڻ.

**چَماٽو:** ذ.ٺماٽو.

**چُماچاٽي، چُمَ چَٽَ:** ث.چمي پاڪر.پيار.

**چَمارُ:** ذ.چمڙي مان جتيون ٺاهڻ جو ڪم ڪندڙ.

**چمتڪارُ:** ذ (سن) حيرت ۾ وجهندڙ واقعو-ڪرشمو.

**چِمٽو، چِمٽو:** ذ.ٺانڊي ڪڻڻ لاءِ لوهي اوزار-دست پناهه.

**چَمپا:** ذ.هڪ قسم جو گلءِ ٻوٽو.

**چَمپاڪَلي:** ث.هڪ قسم جو ڳهه.

**چَمَپت:** ص.گم-غائب.

**چَمپَل (ث).چَمپَلُ:** ذ.ٻن پٽين واري عام جتي.

**چَمپينزي:** ذ (انگ) انسان سان مشابهت رکندڙ هڪ قسم جو آفريڪي باندر.

**چَمچاگيري:** ث.چاپلوسي.

**چَمرَ چِچڙُ:** ذ. جيت جو هڪ قسم (جانورن جو رت چوسي). (ص) چِهٽي پوندڙ. ڪنجوس.

**چمچو، چمچو:** ذ. کاڌ پيئڻ ۾ ڪم ايندڙ ڏوئيءَ جهڙو هڪ ننڍڙو ٿانءُ.

**چَمچو هئڻ:** خاص چاپلوس هئڻ.

**چَمچُوس:** ص. ڪنجوس.

**چمرَ:** ث. اُٺ جي نڪ ۾ وڌل ڏاڱي جو ڪڙو (جنهن ۾ مهار ٻڌجي).

**چَمَرڪي:** ث. ايٽ ۾ چمڙي جو ٽڪر. جنهن ۾ ٽڪو وجهجي - چموٽي.

**چمڙا پوش:** ص. ويس بدلائي مخفي طرح جاچ ڪندڙ.

**چَمڙو:** ذ. چَمَرُ. کَلَ. هڪ مشهور سرهو آرو. جيڪو قطرات جو آڏامي (ڏينهن جو اُوندا هي واري هند تي اُونڌو ٽنگيل هوندو آهي).

**چَمڙي:** ث. چَمُ - کَلَ.

**چَمڙي لاهڻ:** کل لاهڻ. وڏيڪ قيمت وٺڻ. مرچ جي سخت سزا ڏيڻ.

**چَمڪَ:** ث. عيب - وڏ - نقص.

**چَمڪَ:** ث. تجلو. چمڪاٽ - جَرڪ.

**چمڪاٽُ، چَمڪاٽُ:** ذ. چمڪو. تجلو.

**چِمڪائڻُ، چَمڪائڻ:** م. چلڪائڻ - اوجر ڏيڻ. روشن ڪرڻ. نمايان ڪرڻ. مشهور ڪرڻ.

**چَمڪُ پَهڻُ:** ذ. چقمق پٿر.

**چمڪَڻُ، چَمڪَڻُ:** م. چلڪڻ. روشن ٿيڻ. جَرڪڻ.

**چَمڪنو:** ص. چمڪندڙ - چلڪنو - جرڪنو.

**چَمَڪدارُ، چمڪيدارُ:** ص. چمڪندڙ - منور.

**چِمڪو، چمڪو:** ذ. چمڪاٽ - تجلو.

**چَمڪي:** ث. چَم جي وڏي - چَمڪي.

**چَمَن:** ذ (ف) باغ. باغيچو. سرسبز جوءِ.

**چَمن آرا:** ص. باغبان - مالهي.

**چَمنستانُ:** ذ. گلزار - چمن.

**چَمَندُ:** ذ. سنڌي چَم جو نوڙ. جيڪو باغائي چيله ۾ وجهي ان جي مدد سان کجيءَ جي وڻ تي چڙهي.

**چمنو:** ص. ننڍڙي نڪ وارو - منو. سهڻو - خوبصورت. ننڍڙو - چوٽو.

**چمني:** ث (انگ) لالٽين جو شيشي جو گولو. ننڍڙي ٻتي. ڪارخاني جي دونهين جي نيڪال لاءِ لوهي يا سرن جو منارو.

**چُمَڻُ:** م. چُمي ڏيڻ - مني ڏيڻ. پيار ڪرڻ.

**چَموٽَ:** ث. چهندڙي. ڪاوڙ - منين.

**چَموٽو:** ذ. چمڙي جي وڏي. چمڙي جو ٽُڪَ. چهندڙي.

**چِمي:** ث. چمڙي. کَل.

**چُمي:** ث. مني - ٻوسو.

**چُمي ڏيڻ:** چمڻ. راند ۾ ڪنهن مقرر شيءِ يا جاءِ تي پهچي ان تي هٿ رکڻ يا وات لائڻ.

**چميگوني:** ث (ف: چه مي گوني) چوٻچو. ڳالهه ٻولهه. راءِ زني. تنقيد. اعتراض.

**چُنُ:** ذ. ڪوريءَ ۾ سڙيل جبل جو پٿر - سيڙهي. ڳچ. ٻوچي.

**چُن جو هٿ هئڻ:** ٻوچي ڏيڻ.

**چنا:** اسم خاص. سنڌ جي هڪ ذات جو نالو.

**چِنار:** ذ (ف) وڻ ءَ گل جو هڪ قسم.

**چُنانچ:** ظ (ف) انهيءَ طرح. تنهن ڪري.

**چنبر:** ذ (ف) گهيرو - حلقو (آسمان جو).

**چنبر ڪاني:** ث. هڪ پسر ڪوڪر - املداس.

**چنبُڙائڻُ:** م. چهٽائڻ. لائڻ - ڳنڍڻ. لڳائڻ (نوڪريءَ ۾). ڦاسائڻ.

**چنبڙ ٻُوٽي:** ٻوٽي جو هڪ قسم - پُرٽ.

**چنبڙونو:** ص. ڳچي پوندڙ. لالچي - لڳ.

**چنبُڙڻُ:** م. چهٽڻ - لڳڻ. لڳي پوڻ. ڦاسڻ.

**چنبڙي پوڻ:** چهٽي پوڻ. جند نه ڇڏڻ. ڏاڍو ستائڻ.

**چنبل:** ذ. ڳه جو هڪ قسم - جُهمڪي.

**چنبلي:** ث. اهڙ ڪاٺ جي تختي. جنهن تي سربند سرن ناهڻ لاءِ مٽي ڪٽن.

**چنبو:** ذ (ف: پنجه) هٿ يا پير جي آڱرين وارو حصو. کليل هٿ. جانور جو پير.

**چنبو چٽو ڏيڻ:** ٿورو گهڻو ڏيڻ.

**چنبو ڏيڻ:** زورآزمائيءَ لاءِ هڪ ٻئي جي هٿ جون آڱريون جهلڻ.

**چنبو هڻڻ:** ڏک هڻڻ (هٿ جو). هٿ جو نشان ناهڻ.

**چنبي ۾ اچڻ:** قبضي ۾ اچڻ. هٿ ۾ اچڻ. قابو ٿيڻ. مطيع ٿيڻ.

**چنبي:** ث. هٿ يا ڪرائيءَ ۾ سوگهو جهلڻ (راند يا زورآزمائيءَ ۾).

**چنبي هئڻ:** مضبوط جهلڻ - سک ڪرڻ. مال کي پيچ کان روڪڻ لاءِ ڪرڳن ۾ رسو وجهي ٻڌڻ.

**چنبيلي:** ث. هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو ءَ ان جو گل.

**چنتا:** ث (س) ڊپ - انديشو. الڪو. خيال - ڳڻتي - ويچار.

**چُنج:** ث. چهنب. نوڪ. جبل جي چوٽي. (ف: ڪنج) وتن جو جهڳٽو. جهنگ. غار - چُر.

**چُنج رکڻ:** چهنب اٽڪائڻ. تعلق رکڻ. احسان ڌرڻ. ميار ٻڌڻ.

**چنجني:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (سنڌ جو مشهور شاعر حاجي خان چنجني).
**چنجور:** ذ. هڪ قسم جو لوهي اوزار-تيڪم.
**چنجهو:** ص. ننڍڙين اکين وارو. گهٽ نظر وارو- چوچو. (ث. چنجهي).
**چنچل:** ص (سن) هڪ هنڌ ٽڪاءُ نه ڪندڙ. بيچين- بيقرار. البيلو- دادلو. چلولو.
**چنچلتا:** ث. بيقراري. خوشطبعي. البيلائي.
**چند:** ص (ف) ٿورا- ڪجھ- ڪي.
**چندُ:** ص. چونڊيل- ڏٺيل. خالص- نج.
**چندا:** ث. ڳتي- چنتا- اُلڪو. (شاه ڪريم).
**چندر:** ذ (سن) چنڊ.
**چندر سيني:** ذ. ڪڻڪ ۾ پاڻ جو هڪ ڳه.
**چندرڪانتا:** ذ. چنڊ جا ڪرڻا جهٽيندڙ هڪ قسم جو پٿر.
**چندر ونسي:** اسم خاص. هندن جو هڪ مشهور گهراڻو (جنهن هندستان تي حڪمراني ڪئي).
**چندرسُ:** ذ. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.
**چندَنُ:** ذ (سن) صندل جو وڻ ۽ ڪاٺ- سرڪنڊ.
**چندن چُورو:** ذ. چندن ڪاٺ جو ٻورو. جيڪو دوا طور ڪتب اچي.
**چندن چُوڙي:** ذ. گاه جو هڪ قسم.
**چندَن هارُ:** ذ. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (جنهن ۾ چنڊ جهڙيون گول ٽڪليون پوتل هجن).
**چندو:** ذ (ف) ڪنهن ڪم ۾ مدد طور ڏنل رقم- ڦوڙي.
**چندو:** ذ. ٽوپيءَ جو وچ وارو گول ٽڪر. ٽوپيءَ جي ڪنار. ڪٽ ۾ وانءُ واڻن جي وچ وارو مڙهيل حصو.
**چندوري:** ث. سنڌي گهوڙين جو هڪ مشهور نسل.
**چندي:** ث. واڻن ءِ وڻن جي وچ ۾ پيل وا'ن جو مچو. (ظ) گهٽو- ايترو.
**چندي:** ث. ڳه جو هڪ قسم- ڏاتي- ڏاوتي.
**چنڊ:** ذ (سن: چندر) مشهور آسماني سيارو (زمين جي چوڌاري گردش ڪري)- قمر- ماه.
**چنڊ بيهڻ:** مهيني جي پهرين تاريخ ٿيڻ. مهينو پورو ٿيڻ.
**چنڊ جهلجڻ:** چنڊ گرهڻ ٿيڻ.
**چنڊ جو ٽُڪرو:** ص. تمام خوبصورت- نهايت حسين.
**چنڊ چڙهڻ:** ڳالهه ظاهر ءِ عالم آشڪار ٿيڻ.
**چنڊ گرهڻ:** ذ. سج ۽ چنڊ جي وچ ۾ ڌرتيءَ جي اچڻ تي اونداهو چنڊ ٿيڻ- خسوف.
**چنڊ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. پيرت جو هڪ قسم.
**چنڊالُ:** ص (سن) نياڳو- بدبخت. مسان ۾ هندن جا مڙدا ساڙيندڙ.
**چنڊال چؤنڪڙي:** ص. بدمعاش ماڻهن جو ٽولو. بيڪار ۽ فسادي ماڻهن جو ٽولو. حرڪتي ماڻهن جو ٽولو.
**چنڊاتو:** ص. چنڊ وارو- قمري.
**چنڊائي:** ث. نحوست- بدبختي.
**چنڊو:** ص. نياڳو- بدبخت. منحوس. (ث. چنڊي).
**چنڊُو:** ذ. آفيم واپرائڻ جو هڪ طريقو (ڪڏڪوٽي ان ۾ آفيم وجهي، ڪڏ جي هڪ پاسي کان نڙو وجهي آفيم کي باه ڏيئي ڇڪي ۽ نڪر چڪجي).
**چنڊُولُ:** ذ. هڪ قسم جو پکي.
**چنڊُولي:** ص. چنڊو واپرائيندڙ- چنڊُوباز.
**چنڊوتو:** ص. ٽنين چنڊ جو- ٽنين چنڊ وارو.
**چنر:** ث. ڪوڏين راند جو هڪ قسم- چلهر.
**چنڙ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
**چنُڪو:** ذ. ننڍڙي ۽ سهڻي ڪوڏي.
**چنگُ:** ذ (ف) وات سان وڄائڻ جو هڪ ساز. چؤپائي کي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ ڪنجهي جو گهنڊ.
**چنگ چاڙهڻ:** هُشي ڏئي مٿي چاڙهڻ.
**چنگ چڙهڻ:** مشهور ٿيڻ. بدنام ٿيڻ.
**چنگالي:** ث. ڪيرتي. چوري.
**چنگ ٻلاڙي:** ذ. ٻاراڻي راند جو هڪ قسم.
**چُنگلُ:** ذ (ف) لپ. پريل مُٺ.
**چُنگلي:** ث. ويڪري منهن واري ٽوڪري. مٽي ڪڻ جي چنبي يا بيل.
**چُنگڻ:** م. ڦُرڻ. رشوت ڪڍڻ. خرچ ڪڍڻ.
**چُنگو:** ذ. اَڌ يا ڪنهن ٽي هٿ سان پوڪيل ٻاجهري، گاه وغيره جو جاول سلو.
**چُنگي:** ث. گهڻي شيءِ مان ڪنيل ٿورو حصو. محصول. اَڌ جي ڪم ٽي پوکيل ٻج يا وَل. ٻيجاري جي مُوڙي.
**چنگيري:** ث. ٽوڪري (گلن يا ميوي جي).
**چنگيزي:** ث. ظلم- ڏاڍ- آمريت.
**چنگھ:** ث. ٽڪ. بيماري يا هيڻائيءَ کان آهستي دانهن- ڪڌڪ. ڪنجهڪار.
**چنگهائڻ:** م. چنگھ ڪڍائڻ. ماندو ڪرڻ.
**چنگهڻُ:** م. ٽڪ. بيماري يا هيڻائيءَ کان هلڪيون دانهون ڪرڻ.

**چِنَ، چِنَ:** ذ. خوشبودار پاڻيٺ (جيڪو شاديءَ وقت ڪنوار کي مٿي ۾ وجهجي. بدن کي چنن جو لوٺڻ ڪرڻ.)

**چِنَ:** م. چِرڻ (وهٽ). گاهه کائڻ (وهٽ).

**چِنو:** ذ. نار جي هڪ ڪانيءَ جو نالو.

**چِنو:** ذ. چانورن جو ڪڻو (جيڪي چڙڻ سان نڪرن). چِن.

**چِنور:** ذ. مور جي کنڀن مان ٺهيل وڃڻو - مور ڇل.

**چِنهه:** نشاني - اُهڃاڻ - علامت - سڃاڻپ.

**چَنهر:** ث. چِلهر (راند).

**چِني:** ث. هڪ قسم جي رنگ رنگي پوتي. چِريل ڳاڙهي رنگ جي پوتي.

**چَنيسر:** اسم خاص. سنڌ جو هڪ مشهور سومرو حاڪم (دودي سومري جو پيءُ. جيڪو دودي سان جنگ ڪرڻ لاءِ علاؤالدين کي سنڌ تي ڪاهي آيو).

**چَڻ:** ث. تمام گهاٽي پوک. چڻل.

**چُڻ:** ث. چُونڊ. سلوار جا سَرَ. ڪپڙي جا سَرَ.

**چِڻا:** ذ (جمع ۾ ڪم ايندڙ) اناج جو هڪ قسم (ٻي قسم: اڇا چڻا. ڳاڙها چڻا ءَ ڪارا چڻا).

**چِڻا چٻاڙڻ:** تڪليف ڪاٽڻ. هلاڪيءَ ۾ پوڻ.

**چِڻو پڻو ٿيڻ:** جدا جدا ٿيڻ. ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ. ڪڻو ڪڻو ٿيڻ. انتشار پوڻ.

**چِڻن جي دال:** ث. ڏريل چڻا (جيڪي پوڙهو ٺگر ڏجن).

**چُڻ پُڻ:** ث. آهستي ڳالهه - سُس پُس. چوٻول. پچار.

**چُڻ چُونڊ:** چونڊي ڪاڍل چوڳو.

**چُڻڪڻ، چڻڪڻ:** م. چِپڻ (دل ۾). يدپوڻ. ڦرڻ (خيال. پورَ).

**چِڻنگ:** ث. ٽانڊي جو تمام سنهو ذرو - الو.

**چِڻنگ پوڻ:** ٽانڊڙي لڳڻ - الو لڳڻ. جهيڙو جڳڻ.

**چِڻنگ لڳڻ:** باهوني وجڻ. طعني جو اثر ٿيڻ.

**چِڻنگي:** ص. چيڙاڪ - ٽانڊي تپيو.

**چِڻَڻ:** م. چُونڊڻ. دانو دانو ڪري ڪاٽڻ. چڳڻ. ڪپڙي جا سَرَ ناهڻ.

**چِڻو:** ذ. هڪ قسم جو اناج (چڻن کي ڏرڻ سان دال ٺهي ءَ پيهڻ سان بيسڻ ٺهي).

**چِڻي تان چُهنب لائڻ:** ٿورو نفعو حاصل ڪرڻ.

**چِڻوني:** ث. هڪ قسم جو ٻج (جيڪو سونارا رتيءَ جي وزن طور ڪم آڻين).

**چِڻي:** ث. اُبدا ٽي جي سوراخ جو منهن.

**چِڻيا:** ذ. ڦلو - ڪلاوَر (ٽاس جو رنگ).

**چَو، چَو:** ص. چار. صفاتي اڳياڙيءَ طور ڪم ايندڙ لفظ (مثلاً: چوپايو. چوڪنڊو وغيره).

**چوائڻ:** م. ٻئي جي معرفت پيغام موڪلڻ. سفارش ڪرائڻ. منسوب ٿيڻ - ڏني ٿيڻ.

**چوبَ:** ث (ف) ڪاٺي. طنبوءَ جو لڪڙو.

**چوب جوت:** ث. پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ وڻ جي ڪاٺي.

**چوب چيني:** ث. پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ گاهه جي پاڙ.

**چوبدار:** ص. درٽي لٺ ڪٽي بيهندڙ دربان. محافظ.

**چوبدستي:** ث. لٺ - عصا.

**چوبارو:** ذ. چئني پاسن اگهڙ وارو گهر - چوبارو.

**چوباز:** ث. گهوڙي جي هٽيءَ جو هڪ نمونو (جنهن ۾ اڳيان ٻئي پير ۽ پويان پير گڏ ڪٽيءَ تکو دوڙي) - چوڻال. تاس راند جو هڪ قسم.

**چوبان:** ذ. ڏولي - پالڪي.

**چوبڪو، چوبڪيو:** ص. چوبند.

**چوبند:** ص. چارئي عضوا مضبوط - سگهارو - پهلوان.

**چوبارو:** ذ (ف: چوباره) چئني پاسن اگهڙ وارو گهر.

**چوبو:** ص. گهڻ ڪنو - پيٽي. هيچي.

**چوبول، چوبولو:** ذ. گهڻن ماڻهن جو ڳالهائڻ. ڪنهن واقعي بابت گهڻن ماڻهن جي چوپچو.

**چوت:** ث. انجاڻ. بيوقوف. موڳو - واتڙو.

**چوتيو:** ص. بيوقوف. واتڙو.

**چوتارو:** ذ. چئن تارن وارو هڪ ساز. يڪوا جي هڪ وڄت.

**چوتال:** ص. ٻئي پير (ڪرڻ). سنئون ننون (ڪرڻ).

**چوتڪي:** ث. هنڪيءَ سوڙهي سُٿڻ. (ص) بيوقوفي.

**چوتل:** ث. اها عورت. جنهن کي مڙس ڇڏي ڏنو هجي.

**چوتو، چوتيو:** ذ. لانگوٽ - لنگ.

**چوتو چاڙهڻ:** لنگ ٻڌڻ. ڇتو سٿو گذارڻ.

**چوتيبان:** ص. چلاڪ - ٺگ.

**چوٽ:** ث. چنڊ جي چوٿين تاريخ. چوٿون حصو.

**چوٽ:** ذ. جيت جو هڪ قسم - ڏٿو.

**چوٽارڙ:** ذ. چوٿون حصو. چوٿو.

**چوٽائي:** ث. چوٿون حصو. ان مَٽڻ جو هڪ ماڻ.

**چوٽڙ:** ذ. هر چوٿين ڏينهن ايندڙ سيئو بخار.

**چوٽو:** ذ. چوٿو حصو. مانيءَ جي چوٿين پتي.

**چوٿون پائو**: ص. وڏو ماڻهو- پلمانس.

**چوٿون پير باسڻ**: گھر ٿيل وهٽ جي موٽي ملڻ لاءِ ان جو چوٿون حصو خيرات ڪرڻ جي باس باسڻ.

**چُوٿڻ**: م. پرڪڻ- جهڄڻ. پنهنجا راز پاڻ فاش ڪرڻ.

**چُوٿو**: ذ. هر جي ڪيڙن وارو پاڳو. اُڪري. هينيون پاسو.

**چوٽ**: ث. زخم- گهاءُ. ڌڪ. صدمو. نقصان- ٽوٽو. ڄنگ- ڪاهه. ڊوڙ. نغارن جي هڪ وڄت.

**چوٽ ڏيڻ**: نيلام ۾ واڪ ڏيڻ. ڌڪ هڻڻ.

**چوٽ رکڻ**: شرط رکڻ. مقابلو رکڻ.

**چوٽ ڪرڻ**: حملو ڪرڻ- ڪاهه ڪرڻ. تکي ڊوڙ پائڻ. نقصان پهچائڻ.

**چوٽون کائڻ**: مقابلا ڪرڻ. ويڙهه ڪرڻ.

**چوٽ وڙهڻ**: چوپڙ راند ۾ گوٽ مارڻ. مقابلو ڪرڻ.

**چوٽ هڻڻ**: نغارن کي زور سان وڄائڻ. اعلان ڪرڻ.

**چوٽُ**: ذ. اوچائي- مٿانهين. مٿيون حصو (جبل وغيره جو). مٿي جا ويڙهيل وار. وانگوڙو. (ظ) مٿي- اُتانهون. چوٽيءَ تائين پريل.

**چوٽُ چڙهڻ**: تمام مٿي چڙهڻ. ڳالهه يا معاملو وس کان ٻاهر نڪرڻ.

**چوٽ ڪرڻ**: ڪناتار پرڻ- ٽمٽار ڪرڻ. نهايت هَٿ ڪرڻ.

**چوٽان چوٽ**: ص. چوٽيءَ تائين پريل- ڪنڌ تار- ٽمٽار.

**چوٽاٺو**: ص. چوٽيءَ وارو. اعليٰ درجي وارو. سخي- ڏاتار.

**چوٽو**: ذ. مٿي جا ويڙهيل وار. وانگوڙو. وڏي ٿلهي چوٽي (وارن جي).

**چوٽئو**: ذ. ٻيڙيءَ جي سڙهه جو هڪ رسو.

**چوٽي**: ث. ڳُٽ. ڳُٽيل وار. هندن ۾ مٿي جي تارونءَ ۾ ڇڏيل وارن جي ڇڳ. جبل جو اُوچو حصو. بلندي. عروج- انتها. چيڙو. حد. پُڇڙي. پکيءَ جي مٿي ۾ موڙ يا ڇٽ.

**چوٽي آسمان سان لڳڻ**: وڏي مرتبي وارو هئڻ.

**چوٽيءَ پر ڪرڻ**: نقصان وارو ڌڪ اچڻ. ڏاڍو پڇتائڻ.

**چوٽيءَ تان ڪرڻ**: مٿاهين درجي تان هيٺ ڪرڻ. امير مان غريب ٿيڻ.

**چوٽي تارو**: ذ. پُڇڙ تارو.

**چوٽي چموٽي**: اَيتم ڪم ايندڙ چم جو ٽڪر.

**چوٽي چَندو**: ص. بلڪل منحوس- وڏو بدبخت- نامراد.

**چوٽيءَ قُلَ**: ذ. ڳُٽ ۾ هڻڻ جو هڪ ڳهه (عموماً چانديءَ جو ٺيئي).

**چوٽيرَ**: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. (ص) چوٽيءَ رکايل (شخص).

**چُوٽي**: ث. بخيل عورت.

**چوپ**: ص. ڳوڙهو (رنگ)- گهرو- گهاٽو. (ذ) سنڌي ڳجر جو مٿيون حصو. پوکڻ لاءِ بصر جون ننڍيون پتيون.

**چوپ چانور**: ذ. نَن پرندڙ چانور- ڏڳها چانور.

**چوپاس، چوپاسي**: ظ. چئني طرفن- اردگرد- چؤطرف.

**چؤپائي**: ث. چئن پيرن وارو مادي جانور (مينهن. ڍڳي. ٻڪري وغيره). ڪٽ- منجي.

**چؤپايو**: ذ (ف: چهارپايه) چئن پيرن وارو جانور (ڍڳو ڍور وغيره). حيوان چوپايو مال.

**چوپَٽ**: ص. برباد- چٽ- ناس.

**چوپَچؤ**: ث. ڳالهه ٻولهه- پچار. خبر چار- سٽس.

**چوپَڙ، چوپَڙ**: ث. هڪ مشهور راند- نردبازي.

**چوپڙو**: ذ. ننڍڙو ڪتاب. بَندي. (ث. چوپڙي).

**چوپَني**: ذ. ٻوٽي جي پهرين چئن پنن نڪرڻ جي حالت.

**چُوپَڻُ، چُوپِڻُ**: م. چوسڻ. چوسي ڪڍڻ.

**چُوپِني**: ث. چوپڻ جي شيءِ (تيبيءَ ۾ لڳل ڪٽمنڙو. ٻارن جي کائڻ لاءِ).

**چوپو**: ذ. هڪ قسم جو گاهه. هڪ قسم جي وَل (جنهن جو ساڳ رڌي کائجي).

**چُوپو**: ذ. چُوپيل ڪمند يا گاهه جو ڳنو. چُوپيل چُوتو (جيڪو مال کائي نه سگهي). اولڙ گاهه جا ڪانا.

**چُوپا ڪڍڻ**: وِڏون ڪڍڻ- عيب جوئي ڪرڻ. نفرت ڪرڻ.

**چُوپا ڪرڻ**: گاهه ڪائي ڏانا وغيره چڏي ڏيڻ. ٿو ڪاري ڇڏڻ.

**چَوپير**: ص چئن پيرن سان. تکو- تيز.

**چَوپير ڀڄڻ**: تمام تکو ڊوڙڻ.

**چَوپيرو**: ص. چئن پيرن وارو- چؤپايو. (ث. چوپيري).

**چُوڄ**: ث. سهڻائي- خوبي. سُڏ. چاهه- اُنساهه. پيار- قرب.

**چُوڄ ڪرڻ**: مزاماڻڻ- عيش ڪرڻ.

**چَوچاءُ**: ذ. سنارش. پارت. چوڻ آکڻ. هدايت نصيحت.

**چُوچرو**: ذ. الزام- بهتان. چُرچ. گلا.

**چوچڙو**: ص. حاسد- کجتو. تيسر.

**چُوچڙي**: ث. سنهي پرندڙ ڪاٺي يا تيلي- چُناتي.

**چُوچڙي ڏيڻ**: ٻاهلڳائڻ. جهيڙو مچائڻ. ٻريل جهيڙي کي زور وٺائڻ.

**چوچڙي لڳڻ**: ٻاهلڳڻ- ڪاوڙ لڳڻ.

**چوچو**: ذ. بهتان- الزام. چُرچ.

**چوچو، چُونچو**: ص. ننڍڙين اکين وارو (جيڪو اکيون چنجهيون ڪري ڏسي سگهي).

**چُوچِي**: ث. ٻڪي جي ٻوند. چوچڙي.

**چُوچيون سورڻ:** چُوچڙيڏيڻ- جهيڙو جاڳائڻ.

**چُودَرو:** ذ. چئن درن وارو صفحو يا ڪمرو. (ٿ. چودري).

**چُودڪِي:** ٿ. ريچڪ- پُور- بُودڪي.

**چَوڏارِ:** ظ. چئني پاسي- آسپاس.

**چَوڏاري:** ظ. چئني طرفن- آسپاس.

**چوڏرِي:** ص. ڳوٺ جو مُکي يا وڏيرو.

**چوڏارِي:** ذ. هڪ قسم جو جابلو ٻوٽو.

**چَوڏسِ:** ٿ. چنڊ جي چوڏهين تاريخ. چاندوڪي رات. پورنماسي.

**چَوڏسِ:** ظ. چئني طرفن- آسپاس- چوڏاري.

**چَوڏندو:** ص. چئن سالن عمر جو (جانور). (ٿ. چَوڏندي).

**چَوڏولَ، چوڏيلَ:** ٿ. چئن ڏونين (پينگهن) سان هيٺ مٿي ڦرندڙ پينگهه. وڏي ڏولي (جنهن کي چار يا وڌيڪ حمال کڻن).

**چَوڏول چاڙهڻ:** گهڻو ڦيرائڻ. عزت وڌائڻ. مشهوري ڪرڻ.

**چوڏَهن:** ص. ڳاڻيٽي جو هڪ عدد (14).

**چوڏهن چارو:** ص. گهڻين واٽن وارو- منجهائيندڙ.

**چوڏهن خانوادا:** ذ. زاهدن جي سلسلي جا چوڏهن خاندان (جن جو سلسلو خواجه حسن بصري سان ملي ٿو: ادهمي، ٻهيري، زيدي، عياضي، حبيبي، عجمي، طيفوري، ڪوفي، سقطي، جنيدي، گاذروني، طوسي، سهروردي، چشتي).

**چوڏهن طبق:** ذ. چوڏهن دنيائون (ست زمينون ۽ ست آسمان).

**چوڏهن طبق ڏسڻ:** ڪامل ٿيڻ- پوروگياني ٿيڻ.

**چوڏهن طبق روشن ٿيڻ:** سڀ خبر پوڻ- سڀ ڪجهه ڄاڻڻ.

**چوڏهُون:** ص. سلسلي ۾ چوڏهين نمبر وارو.

**چوڏهِين:** ٿ. چَنڊ جي چوڏهين تاريخ.

**چوڏهينءَ جو چنڊ:** ذ. پُورو چنڊ- ماهِ ڪامل. (ص) سهڻو- حسين.

**چوڏهيو:** ص. چوڏهن هنر ڄاڻندڙ. چالاڪ- حرفتي.

**چوڏِي:** ٿ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**چورَ:** ٿ. چورڻ جو عمل. چُرَ- حرڪت. چرچ- هُشي.

**چورَ پَچورَ:** ڳالهه چورڻ جو عمل. ڳالهه- ذڪر.

**چورُ:** ص (سن) پرائي شيءِ لڪائي کڻي ويندڙ- چوري ڪندڙ- دُزد.

**چور جي ڏاڙهيءَ ۾ ڪَک هئڻ:** چورکي پنهنجي چوريءَ کُٽڪڻ.

**چورن جي چُله هئڻ:** چورن کي اجهو ڏيڻ- پاٿاريدار هئڻ.

**چورُچَڪارُ:** چورُ. چوريءَ لاءِ چڪر ڏيندڙ.

**چور دروازو:** ذ. ڳجهو دروازو. لڪل در.

**چُورُ:** ص. ڪُٺيل. پِيٺل. ذرا ذرا. ٿڪل. مدهوش.

**چُور ٿيڻ:** ٿڪجي پوڻ. پيسجي وڃڻ- ائو ٿيڻ. نشي ۾ الوٽ ٿيڻ.

**چُور چُورُ:** ص. ذرا ذرا- پرزا پرزا. ٿڪ يا نشي ۾ ساتو. گهايل- زخمي.

**چوراسُ:** ص. چوڪندو- چورس.

**چوراسِي:** ص. هڪ عدد- اَٺ ڏهاڪا ۽ چار ايڪا (84).

**چوراسي پَندَ:** ذ. هندو عقيدي موجب چوراسي جُونيون.

**چوراتِيو:** ص. عادتي چور- رواجي چور.

**چوراڪارِي:** ٿ. چوريون. گهڻن هنڌن تي چورين جو سلسلو.

**چوراڪورا:** ٿ. هُرڪر- آنڌمانڌ- بيقراري. ڳڻتي.

**چورانوي:** ص. هڪ عدد- نَو ڏهاڪا ۽ چار ايڪا (94).

**چورائو:** ص. چوريءَ جو- چورايل.

**چورائي باهه:** جهڪي باهه- ٿوري باهه.

**چَوراهو:** ذ. چئن رستن ڦٽن وارو هنڌ- چَوسُولُ. چؤواٽو.

**چورائِڻُ:** م. چوري ڪرڻ. لڪائي کڻي وڃڻ. گُم ڪرڻ. زخم يا ڦٽ جو پاڻي چِهڻ.

**چورَتَ:** ٿ. چُرچ. هُشي. ٻَچَ.

**چورُ تَپُ:** ذ. رات جو ايندڙ تپ (جنهن لاءِ سونڻ طور چورڪان ڌاڳو وٽائي ٻڌجي).

**چور خانو:** ذ. ڳجهو خانو (ميز، الماري وغيره جو).

**چورُ ڏَندُ:** ذ. اَڏو ڦڏو يا ٻني ڏند جي پاڙ مان نڪتل ڏند.

**چورُ دِڳي:** ٿ. چورن جو ٽولو. وڏو چور (جيڪو گهوڙن تي چڙهي چوريون ڪري). پاٿاريدار.

**چَورَسُ:** ذ. چئن ڪندن واري شڪل يا ايراضي، جنهن جا چارئي پاسا هڪ جيڏا هجن- چؤڪندو- مُربع.

**چورِسو:** ذ. ٻيل گاڏيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺيءَ جو نالو.

**چورِسِي:** ٿ. ڪاٺ تي چِٽ وغيره ڪڍڻ جو اوزار. ڪو اوزار.

**چورگَپ:** ٿ. ڏٻڻ.

**چور لَڪُ:** ذ. جبلن جي وچ ۾ سوڙهو ۽ منجهيل پيچرو.

**چورمو:** ذ. گيهه ۽ کنڊ ۾ پوريل ماني- ڪُٽي- چُوري.

**چُورَن، چُورَڻُ:** ذ (سن) چُورو- سفوف- ٻُورو. پيٺل يا ڪُٺيل وکر جي ٽِڪي.

**چَورَنگُ:** ص. تلوار جي هڪ ئي وار سان چئني طرفن ڌڪ هڻندڙ پهلوان- سورهيه. سهڻي صورت وارو.

**چَورَنگي:** ٿ. اولو- ڳَنُ (ٻيڙيءَ جو).

**چورَڻُ:** م. سيرڻ- ريڙهڻ. ڏِڪڻ- هڻائڻ. حرڪت ڏيڻ. ورغلائڻ- پڙڪائڻ- هُشي ڏيڻ.

**چُورو:** ذ. ڪُٽيل شيءِ جو ڀُورو. ڪُٽو- پُور. سفوف. ڪُتر (سوپارين جي).

**چوري:** ث. ٻئي جو مال چورائڻ جو عمل- سرقو. (ظ) ڳجهيءَ طرح- ڳجهڳوهه ۾.

**چوري چپاٽي:** هلڪي سلڪي چوريءَ جي واردات.

**چوري چڪاري:** ث. چورين جي ڏم- گهٽي چوري.

**چُوري:** ث. گيهه ڪند ۾ پوريل ماني- ڪُٽي.

**چوڙَ:** ث. پهرڻ پائڻ ۾ ڪپڙي جو جٺاءُ.

**چوڙَ ماڻ:** ذ. پوشاڪ جي پهر- پهرپوش.

**چُوڙَ:** ث. ڪاني (ايسَ، اوپري وغيره) جي گهڙيل پُڇڙي، جيڪا ٻيءَ ڪانيءَ جي سَلَ ۾ وجي.

**چُوڙَ ڏِري ٿيڻ:** سُست ٿيڻ- ٿڪجي پوڻ.

**چُوڙِ:** ث. سڄيءَ ٻانهن تي چڙهيل چُوڙين جي قطار- ٻانهين.

**چوڙا:** ذ (جمع ۾) عذاب- سُورَ.

**چوڙا ڪاڻ:** دردِ پئڻ- ڏک ڏاڪڙا ڏسڻ.

**چوڙا:** اسم خاص. سَمن راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو- چوڙا سَما.

**چوڙائُو:** ص. جٺاءُ وارو- جهالُو- مضبوط.

**چُوڙَٺ:** ث. دروازي جي طاق جي چُوڙ.

**چُوڙَ ڪُندي:** ث. اُها ڪُندي مينهن، جنهن جا سِڱ چُوڙيءَ وانگر گول هجن.

**چوڙَنگ:** ذ. چوپائي مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ٽنگن جو سَت چِڏائجي وڃي).

**چوڙَڻُ، چوڙِڻُ:** م. پائڻ (ڪپڙو)- پهرڻ- هنڍائڻ.

**چوڙَڻُ ماڻ:** اوڍڻ پهرڻ (ڪپڙو لٽو). ڪائڻ ڪپائڻ- عيش ڪرڻ.

**چَوڙو:** ظ. ڪشادو- ويڪرو- کُليل. (ث. چَوڙي).

**چُوڙو:** ذ. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (عاج، شيشي يا ڪنهن ڌاتوءَ جو)- ڪنگڻي.

**چُوڙا چاڙهڻ:** سوڙهو گُهٽڻ- آڪيڙا چاڙهڻ.

**چُوڙا لاهڻ:** عيب ثواب پڌرا ڪرڻ. فوتيءَ جو سوڳ ڪرڻ.

**چُوڙي:** ث. ڪنگڻي- چُوڙو.

**چُوڙيون پارائڻ:** چوڪريءَ جي شادي ڪرڻ.

**چُوڙيون پائڻ:** بي همت ٿيڻ. نازڪ بدن ٿيڻ.

**چُوڙيون پڃڻ:** سوءِ ڪرڻ- عذر ڪرڻ.

**چُوڙيرو:** ص. چِٽ پهريندڙ- ڪلنگي دار.

**چُوڙيگرُ:** ص. چوڙيون ناهندڙ (خاص طور عاج يا ڪافور جون چوڙيون ناهيندڙ).

**چُوڙيلو:** ص. ڊگهن وارن وارو.

**چُوڙِلي، چُوڙِري:** ث. چوڙين پاتل عورت- سهڻي عورت. سهاڳڻ. ڪنواري.

**چُوزَٽ:** ذ. ڳڀرو- نوجوان.

**چُوزو:** ذ (ف: چوزه) ڪڪڙ جو ٻچو.

**چُوسَ:** ث. چَسَ- سواد. عادت- هير. لالچ. چُوسڻ جو عمل.

**چُوسَ پوڻ:** عادت ٿيڻ- هير پوڻ.

**چوسار:** ذ. نوٽن راند ۾ چئن سارين گڏ جڻ جي حالت. چئن شين کي چورس نموني رکڻ جي حالت.

**چَوسالو:** ص. چئن سالن جي عمر جو گهوڙو. چئن ڏندن وارو وهڙ.

**چَوسَرَ:** ث. چوپڙ راند.

**چُوسر:** ص. چُوسيندڙ- چَٽو ڪندڙ. لالچي.

**چُوسَڻُ، چُوسِڻُ:** م. چِپن سان رس ڪڍڻ- چُوپڻ. چُهڻ (پاڻيٺ کي).

**چُوسو:** ذ. چگو چوڪوڪاڏو. مٺاڻ يا چهراڻ وارو طعام. چَٽو. ديرِ. چشڪو. انب جو هڪ قسم.

**چَوسُول:** ذ. چوراهو- چَونڪ.

**چَوطاق:** ظ. پٺن پر- سنئون نئون (ڪرڻ).

**چوغو:** ذ (ف) هڪ قسم جو ڪوٽ- جُبو.

**چَوڦير:** ظ. چئني طرفن- آسپاس- چوڌاري.

**چوڪَ:** ث. ڪانيءَ جي چهنب جو اشارو ڪرڻ. چُونگَ- اشارو.

**چَوڪَٺُ:** ذ. دريا دريءَ جو چونڪ (جنهن ۾ طاق هئجن).

**چَوڪُ چَندو:** ص. تهنيا ڳو- وڏو بدبخت.

**چوڪِڙو:** ذ. ٽَڪ. ٽوري ٽڪاوٽ.

**چوڪِڙو پڃڻ:** ٽڪ لاهڻ. ٽوريءَ دير لاءِ ساهي کڻڻ.

**چَوڪِڙي، چَونڪِڙي:** ث. چئن شين جو مجموعو. چار ايڪڙ زمين. چورس خانو. تاس جو هڪ رنگ- ايٺ.

**چَوڪَس:** ص. خبردار- هوشيار- سجاڳ.

**چَوڪَسِي:** ث. خبرداري- سجاڳي. نگراني.

**چوڪُندو:** ص. چئن ڪندن وارو- چورس.

**چوڪَڻُ:** م. چوڪ ڏيڻ. ڪاني وغيره چُپائي اشارو ڪرڻ.

**چَوڪو:** ذ. رڌنو. چونڪو.

**چُوڪو:** ذ. اوپڙ جو هڪ قسم (ٻالڪ جهڙو. سوادکٽو).

**چُوڪو ٿيڻ:** اپرو ٿيڻ- ڳري ڪنداٿيڻ.

**چوڪي:** ث.پهرو.ناڪو.ٿاڻو.پهريدار جي ويهڻ جي جاءِ.صندلي.

**چوڪي ڏيڻ:** ڪنهن درگاهه تي حضري پرڻ ۽ ڳائڻ جو مجرو ڪرڻ.

**چوڪيدار:** ص.پهريدار- نگهبان.

**چوڪيداري:** ث.پهرو.نگراني.

**چوڪ:** ث.جاچ- چڪاس.

**چوڪا:** ذ( جمع ) چانور.

**چوڪائڻ:** م.چوڪي خاطر آزمائڻ- پرکڻ.پاڻ موڪڻ.

**چوڪائي:** ث.صفائي- سُٺائي.چڱائي.

**چوڪنيو:** ذ.جڪڙيل- قابو- سڪ- سوگهو.

**چوڪندي:** ث.قبر جي مٿان ٺهيل ساڻ اڏيل ڇت- تجر.

**چوڪڻ:** م.چڪاسڻ- پرکڻ.سنڀالڻ.

**چوڪو:** ص.عمدو- سٺو.نج- خالص.( ث.چوڪي ).

**چوڪو ٿيڻ:** چڱو ٿيڻ.وڌو ٿيڻ.بيپرواهه ٿيڻ.

**چوگانُ، چوغانُ:** ذ (ف) هڪ قسم جي راند.جيڪ گهوڙن تي چڙهي چڙين ۽ بال سان ڪئي ويحي.چؤڪندو دالان.ميدان.

**چوگرد:** ظ(ف) چئني طرفن- آسپاس.چوڌاري.

**چوڳ:** ذ.پکين جي چڳڻ لاءِ داڻو (اَن ).پکين جو داڻن چڳڻ وارو عمل.

**چوڳو:** ذ. پکيءَ جو چهنب سان ٻچن کي کارايل کاڌو.اهو کاڌو، جيڪو مادي پکي ڳجيءَ مان ڪڍي ٻچن کي کارائي.کاڌو.

**چوڳو ڪرائڻ:** ڪجهه کاڌو کارائڻ.رشوت ڏيڻ.

**چوڳو ڪرڻ:** داڻا چڳڻ.لُونگا هڻڻ.

**چوڳو:** ص.چئن سالن جمار جو ( وهٽ ).

**چولڪي:** ث.ڳوٿري.

**چولو:** ذ. پهراڻ. ڪڙتو. زنانو پهراڻ. فقيرن جي پاڻ لاءِ ڍڳهي ڪفني- جامو.

**چولو مٽائڻ:** وفات ڪرڻ.روپ مٽائڻ.قالب بدلائڻ.

**چولي جي جونءِ:** ويجهو مائٽ.رازدار.ساٿي- رفيق.

**چولي:** ث.ننڍو چولو.پوش- غلاف.ٽنر جي پيري جو ڍڪ.

**چوليءَ جو سگ:** پيري جي ماٺني.

**چوليائي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**چوماسو:** ذ.چار مهينا.برسات جي چئن مهينن واري مُند.

**چوماسي هوائون:** سمنڊ کان زمين ڏانهن ۽ زمين کان سمنڊ ڏانهن مقرر وقتن تي لڳندڙ خاص هوائون- مُون سون.

**چُون:** ث.هلڪو آواز- ٿورو آواز.

**چُون نه ڪرڻ:** ڪجهه به نه ڪُڇڻ.صبر ڪرڻ.ضبط ڪرڻ.

**چُونارجڻ:** م.هرڻ ۽ هندي ڍڳي جو پيرن چُونيءَ سان زخمي ٿيڻ.

**چُونارو:** ذ.رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**چُوناري:** ث.ننڍو چُونارو.

**چُون چِرا:** ث(ف) چوچڙ. بحث. ريڙهه پيڙهه. پنڪو. حرڪت- چيڙچاڙ.

**چُونچو:** ص.چوچو- چنجهو.( ث.چُونچي ).

**چُون چُون:** ث.جهرڪين يا پکين جي ننڍڙن ٻچن جو آواز.

**چُوند:** ث.ڏوڻ- پسندي.اليڪشن- انتخاب ( ميمبر يا عهديدار جي ).ٽچڪڻي سان اچن وارن جي چُوند.

**چُوندارڻ:** م.چَرڻ- ڪائڻ ( گاهه ).

**چُوندجڻ:** اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيڻ- منتخب ٿيڻ.

**چُوندڻُ، چُوندڻ:** م.هڪ هڪ ڪري گڏ ڪرڻ- يڪجا ڪرڻ. منتخب ڪرڻ- ڏٽڻ.زمين تي ڪريل شيءِ ذرو ذرو ڪري ڪٺڻ.

**چُوندو:** ذ. لاباري کان پوءِ بنيءَ ۾ رهيل اَن يا سنگن جي چوند ( جيڪ غريب ماٺهو ڪن ). ڪپهه جي فصل مان ڦٽين جي چوند. زالن جي مٿي جا وار- چنڊا.

**چُوندون:** ث. اليڪشن- عام انتخاب- اسيمبليءَ جي ميمبرن جون چوندون.

**چؤنرُ:** ذ.مور جي کنڀن يا پَٽ جي تندن جو مُچو ( جنهن سان بادشاهه کي واءُ هڻجي )- مورڇل.

**چؤنرُ ڍرڻ:** بادشاهي ماڻڻ.ڀاڳ لڳڻ.بخت ورڻ.

**چؤنرا:** ذ.هڪ قسم جو اناج.

**چؤنرو:** ذ.هڪ قسم جو ڪکائون گول گهر ( عام طرح ٿر ۾ اڏجي ).

**چؤنري چڙهڻ:** ( هندن ۾ ) شادي ڪرڻ- گهروسائڻ.

**چؤنري:** ث.ڏاتوءَ مان ٺهيل هڪ قسم جو ٿانءُ.چؤنر- مورڇل.

**چؤنري ڍرڻ:** ڀاڳ کلڻ.بخت ڀلو ٿيڻ.

**چَونڪ:** ذ. چار عدد. چؤواٽو- چؤسول. چورس.دَر يا دريءَ جو چوڪٺ.بدن جي چئن سندن گڏ جن وارو هنڌ ( ٻن ڦٽين، ٻنهي ڪنڌ جي وچ وارو هنڌ )- پٺا.پوک ۾ سنگن نسرڻ واري حالت.

**چَونڪ لُڏڻ:** عضو لُڙڻ- بيمارٿي پوڻ.

**چَونڪ لڳڻ:** و پوڻ.بٺائي وجڻ.

**چَونڪ مچائڻ:** ڪم جي شروعات ڪرڻ.

**چونڪجڻ:** م.ڪائڻ مان سنگن جو ظاهر ٿيڻ.

**چونڪڙي:** ث. چئن جو مجموعو.چار ايڪڙ زمين.پتن جي تاس جو هڪ رنگ.

**چؤنڪو:** ذ. چوڪنڊياري سر. پيرت جو هڪ نمونو.

**چؤنڪي:** ث. چوڪي.

**چونگَ:** ث. آگريا ڪني ءَ سان چوڪ. چرچ.

**چُونگَ ڏيڻ:** هشي ڏيڻ- اُيارڻ.

**چُونگارَ:** ث. آهستي آواز. چڙن وغيره جو واجو.

**چُونگارڻ:** م. لات لنون (پکي). جهونگارڻ.

**چُونگڻ:** م. چُونگ ڏيڻ. هشي ڏيڻ. حرڪت ڪرڻ.

**چُونو:** ذ. چڻ.

**چُونهَ:** ث. چِڪَ-ڪَڏ. خواهش- تمنا. چاه. ران- سَٿر.

**چُوني:** ث. هَرَجي ڪڙهم پيل لوهي ڦر- گهوبو.

**چَوَڻُ:** م. ڪَچڻ- اکڻ. ڳالهائڻ. ڳالهه ڪرڻ. بيان ڪرڻ. ذڪر ڪرڻ. اَمر ڪرڻ- حڪم ڪرڻ. آگاه ڪرڻ. عرض ڪرڻ. سوال ڪرڻ. نصيحت ڪرڻ. جَٺ ڪرڻ. (ذ) حڪم. هدايت. نصيحت.

**چَوڻ چائڻ:** حڪم هدايت. هدايت نصيحت. پارت سفارش.

**چوڻ ڪرڻ:** حڪم مڃڻ. نصيحت تي عمل ڪرڻ.

**چوڻ کان ٻاهر:** نافرمان. بي انداز.

**چوڻ ۾ هُجڻ:** چيو ڪرڻ- فرمانبردار هجڻ.

**چَوڻ ۽ ڪَرڻ ۾ فرق هئڻ:** اصولن تي پورو نه هئڻ- بي اصول هئڻ.

**چَٽي ڏيڻ:** ظاهر ڪرڻ- کولڻ (ڳالهه). راز ٻڌائڻ.

**چُوٽو:** ذ. چوڳو. ڦوت. رزق.

**چُوٽو پاٽي:** ذ. داتو پاتي. نصيب ۾ لکيل رزق.

**چُوٽو وجهڻ:** هيرائڻ. چوڳو ڏيڻ. لالچ ڏيئي ڦاسائڻ.

**چَوَٽي:** ث. چوڻ جو نمونو. محاورو. قول. پهاڪو.

**چؤوايو:** ذ. چئني طرفن کان لڳندڙ هوا.

**چوواٽو:** ذ. چوڪ- چوسُول- چوراهو.

**چووَٽ:** ظ. چوڌاري- چئني پاسان.

**چووَنجاه:** ص. هڪ عدد- پنجاه ۽ چار (54).

**چوهارو:** چوٿين پتي- چوٿون حصو.

**چووِيهَ:** ص. هڪ عدد- ٻه ڏها ڪا ۽ چار ايڪا (24).

**چووِيهو:** ذ. سُٽ جو هڪ قسم.

**چوهتر:** ص. هڪ عدد- سَت ڏها ڪا ۽ چار ايڪا (74).

**چوهَٽ:** ص. هڪ عدد- ڇه ڏها ڪا ۽ چار ايڪا (64).

**چُوهَڙ:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو. هڪ ذات جو نالو. هڪ لَڪ ۽ چوٽيءَ جو نالو. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو "چوهڙ جمالي".

**چُوهو:** ذ. ڪوئو. (ث. چوهي).

**چوئڻُ:** م. نچوئڻ- نپوڙي پاڻي ڪڍڻ (ڪپڙي مان). چوڻ- ڪڻ.

**چُوئو:** ذ. چئن شين مان ٺهيل خوشبوءِ (مُشڪ، عنبر، زعفران، صندل).

**چُوئو چَندنُ:** ذ. سُرهاڻ- خوشبوءِ.

**چوئيتال:** ذ. مَڻ ۾ چاليهه سير جي بدران چوئيتاليهه سيرن جي تور.

**چوئيتاليهه:** ص. هڪ عدد- چار ڏها ڪا ۽ چار ايڪا (44).

**چُوئي چَپاٽي:** ث. سانگ صرفو- آتڻ ۾ چاڙهڻ.

**چَوياري، چؤياري:** ث. چئن يارن جو ٽولو. ڪچهري. سنڌ ۾ چئن ٽالپور حڪمرانن جي گڏيل حڪومت.

**چَوياريون ڪرڻ:** ڪچهريون ڪرڻ- محفلون مچائڻ.

**چَهَ:** ث (ف: چه) خوشي. شوق- چاه. مزو.

**چَهَ:** ث. درد- تڪليف. بيماري. گوڙ- فساد. نقصان. ڪَڏ. سوراخ

**چَهَ ۾ پوڻ:** ڪڏ ۾ پوڻ. فساد ۾ پوڻ.

**چَهبُڪُ، چابُڪُ:** ذ (ف: چابڪ) گهوڙي وغيره کي هڪلڻ لاءِ ڪني ءَ ۾ ٻڌل ڏوريءَ وارو هٿيار- تازيانو.

**چَهبُڪ سوار:** ص. سواريءَ جي هنر ۾ پَڙ- شَهسوار.

**چَهبچو:** ذ (ف: چه بچه) مل جي پاڻي پيئڻ لاءِ حوض. نِيرُ (رَڱ) ناهڻ جو ڪُن.

**چَهبرُ:** ذ. ويڪري منهن وارو ٿانءُ. وڏو گهاءُ. (ص) وات ڦاٽل.

**چَهَ ٻَهَ:** ث. خوشيءَ جو ڳالهائڻ. کل خوشي. راند روند. ونڊر.

**چَهَ چَهَ:** ث. پکين جون ٻوليون.

**چُهٽائڻ:** م. چنبڙائڻ- لڳائڻ.

**چُهٽڻُ:** م. چنبڙڻ- لڳڻ. ڦاسڻ. ٻويان لڳي پوڻ.

**چُهچُ:** ذ. گهاٽو سائو رنگ.

**چَهچَٽو، چَهچِٽو:** ذ. رونق (گهڻن ماڻهن جي موجودگيءَ سان)- نظارو.

**چَهَرَ:** ث. لوڻ مرچ پيل چهري شيءِ. مصالحيدار ڳنڊڻ (ماني ءَ سان کائڻ لاءِ).

**چَهَر ڪرڻ:** سوادي کاڌي مان ڪجھ کائڻ. مزو وٺڻ. ذائقو بدلائڻ لاءِ کائڻ.

**چَهَر لائڻ:** چهچٽو ڪرڻ- رونق ڪرڻ.

**چُهُرَ:** ث. ڪَڏ. غار- چِر.

**چَهراڻ، چَهرائي:** ث. مرچ مصالحي ۾ تيزي. تيزي (رنگ جي)- گهاٽائي. رونق. تازگي- ڦُترائي.

**چَهر پَهر:** ذائقو- سواد.

**چهر چٽني:** ص. چهريلي. مزيدار.

**چهرو:** ص. لون مرچ وارو (ڪاڏو). رونق وارو. سرهو (منهن ۾).

**چهرو ڪرڻ:** ڪڪڙن کي ويڙهائڻ وقت آمهون سامهون بيهاري تيار ڪرڻ.

**چهرو، چهرو:** ذ (ف: چهره) شڪل- صورت- شبيهه- روپ.

**چهرو ڦري وڃڻ:** شڪل بدلجي وڃڻ. شرمندو ٿيڻ.

**چهڙ:** ث. چڙٻ- جهنڪ.

**چهڙ پائڻ:** چڙٻڻ- تڙي چاڙهڻ.

**چهڙو:** ذ. هندن ۾ هڪ گهٽ ذات (جيڪي صفائيءَ جو ڪم ڪن)- ڀنگي- ڀانو.

**چهڙڪي ڪاٺي:** ص. ٻن کي پاڻ ۾ ويڙهائيندڙ. خوشامدڙيو. حرامڪنو.

**چهڪ:** ذ (ذ. چاڪ) وڍ (ڪاٺيءَ وغيره جو). چير- زخم- گهاءُ.

**چهڪڻ:** م. تنوارڻ- ٻوليون ٻولڻ (پکي).

**چهل:** ص (ف) چاليهه (40).

**چهل قدمي:** ث. چاليهن قدمن جيترو هلڻ (هوا خوريءَ لاءِ). آهستي آهستي پنڌ ڪندي سير- پسار.

**چهلڙو:** ذ. چرچو مسخري. نازنخرو.

**چهلم:** ذ (ف) چاليهو. فوتيءَ جو چاليهون ڏينهن. چاليهي جي رسم (حضرت امام حسين ع جي شهادت بابت).

**چهنب:** ث. پکيءَ جي وات جو نوڪدار حصو. نوڪ.

**چهنبارو:** ص. چهنبوارو- چهنبدار.

**چهنڊڙي، چهنڊي:** ث. آڱرءَ آڱوٺي کي ملائي ڪُل کي مروٽو يا زور ڏيڻ. چپٽيءَ جو مروٽو.

**چهنڊڙي پائڻ:** ڏکوئيندڙ ڳالهه ڪرڻ. مهڻو ڏيڻ.

**چهنڊڙي پوڻ:** ايذاءُ ٿيڻ. رت جي چڪ اچڻ (ماٺ ڪي).

**چهنگارڻ:** م. نونگارڻ. ٿوروڪائڻ.

**چهنگر:** ث. ٿورڙو زخم- رهڙ.

**چهڻ:** م. (پاڻيءَ کي) جذب ڪرڻ.

**چهو:** ذ. سنهو لڪڻ- تلهڙ.

**چهن مان ڪڍڻ:** لڪڻ سان مار ڏيڻ. سٽڻ- ڪٽڻ.

**چهو:** ظ. ڳم. هضم.

**چهو ڪري ڇڏڻ:** چٽ ڪري ڇڏڻ- ڪني ڪپڻي ڇڏڻ.

**چهوان:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (مسلمان ٿوڙي ميگهو ڙ).

**چهوڙڻ:** م. چنبڙائڻ.

**چهي:** ث. ڪوهاڙو.

**چئاڪو، چئانڪو:** ذ. تمندڙ پاڻيءَ جو ڦڙو- ٻوند.

**چئاڪا چٽڻ:** ڪنجوسائي ڏيکارڻ- مکي چوس ٿيڻ.

**چئاتي:** ث. پرندڙ سنهي ڪاني- چوچڙي.

**چئلينج:** ذ (انگ) مقابلي لاءِ سڏ- ٻلڪر.

**چئمپين:** ذ (انگ) راند ۾ سڀني کان گوءِ کٽندڙ. روح روان.

**چئون مئون:** ذ. هل بکيڙو- لڙ- گوڙ.

**چئيوان:** ص. چيو ونندڙ. چيو مڃيندڙ. فرمانبردار.

**چپاٽڻ:** م. زور سان چپڻ- چٽڻ.

**چيت:** ذ (س: چت) خيال- ڌيان. سمجهه. هوش. حافظو- يادگيري.

**چيت:** ث. اها ڪوڏي جنهن جو مٿيون پاسو پٽ هجي.

**چيتارڻ:** م. ويچارڻ. چتائڻ. سمجهائڻ.

**چيتن:** ص (س) چرندڙ- محسوس ڪندڙ. سچيت- سمجهو.

**چيتڻ:** م. سوچڻ- ويچارڻ. خبردار رهڻ. هوش ۾ اچڻ.

**چيتو:** ذ (س. چت) چيت. دل- من.

**چيتو جاءِ ڪرڻ:** هڪ منو ٿيڻ. حواس درست ڪرڻ.

**چيتو:** ذ. مشهور جهنگلي جانور.

**چيٽاڙڻ:** م. چٽڻ- چلهڻ. مٿان زور ڏيئي چپڻ.

**چيٽڙو:** ذ. چٽيل اڪڙي. ريڙ- چٽي.

**چيٽ:** ذ. سنبت سال جو پهريون مهينو. سياري جو فصل- ربيع.

**چيٽاٽو:** ذ. چيٽ وارو ساڳ. تازي ڦلڪ گاهه وارو هند.

**چيٽ ڪٽي گڏڻ:** ڏينهن رات محنت ڪرڻ- وڏي جفاڪشي ڪرڻ.

**چيٽ ڪٽي هڪ جهڙو هجڻ:** سدائين هڪ ڪرو هجڻ.

**چيٽي چند:** ذ. هندن جو هڪ ڏڻ.

**چيڻ:** ث. ڪيمو- ڪوڪ- رڙ.

**چيڻ پوڻ:** کهرو ڳالهائڻ- ڏند ڏيڻ. تڪرار ڪرڻ. ضد پوڻ.

**چيٽون ڦاڙڻ:** درد ڪدانهون ڪرڻ.

**چيٽڙ:** ص. نشاني ٻڌ- چيٽو.

**چينڪ:** ث. چيچ. مزو- لذت. لچ- بيقراري. محبت. خصلت.

**چينڪ:** ذ. شوق. ڪتي- فڪر. ڪرشمو. جادو- طلسم.

**چينڻو:** ص. پوري نشان تي ڏڪ هڻندڙ.

**چيني:** ث. مه ڪوڙي- ڪيولي.

**چيڻ:** ث. سنبل. حيلو- ڪوشش. صفائي (زخم جي). استنجا.

**چيڻ:** ص. بخيل- ڪنجوس. ڪاوڙيل. تکو (مزاج ۾).

**چيٿڻُ:** م. زخم صاف ڪرڻ. حيلو ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. استنجا ڪرڻ.

**چيپَ:** ث. ڪاٺيءَ جي سنهي پٽي. چٽي. چپيل شيءِ.

**چيپ چاڙهڻ:** سانداريءَ تي ڏِکي چٽي ڏيڻ.

**چيپ ڏيڻ:** ڄٽيءَ جي تريءَ کي چوڌاري چمڙي جي وٽ ڏيڻ.

**چيپ پٽي:** ث. چِت جي چٽسالي ڪرڻ ۾ ڪتب ايندڙ ڪاٺ جي تختي.

**چيچَ:** ث. هٿ يا پير جي پڇاڙيءَ واري ننڍي آڱر.

**چيچ پائڻ:** محبت جو انجام ڪرڻ.

**چيچ چورڻ:** ريجهائڻ. ورغلائڻ.

**چيچ لُڏڻ:** ڪُهني اچ وڃ ۾ ڳُهانا واسطا هڻڻ.

**چيچاٽُ:** ذ. شين جي پاڻ ۾ گسڻ جو آواز (جيئن گاڏيءَ جي ڦيٿن جو آواز).

**چيچپائي:** ث. لائي چائي - گلا غيبت. لچائي.

**چيچڙو:** ذ. ڪمند پيڙهڻ لاءِ ڳهاتي وانگر هڪ اَڏاتو.

**چيچڪو:** ذ. ڳدامڙي يا ٻير جي ٻِلڙي مان نڪتل ٻج.

**چيچڪا چٽڻ:** مال جو ٻوڪ جا ننڍڙا سلاڪائي وڃڻ.

**چيچلائڻ:** م. بيماريءَ يا مصيبت ۾ ڳهڻ. لڇڻ ڦٿڪڻ. سور يا آزار کان دانهون ڪرڻ. ستائڻ - آزارڻ. ڦٿڪائي مارڻ.

**چيچلائي اُٿڻ:** سخت تڪليف کان پوءِ تندرست ٿيڻ.

**چيچو:** ذ. هاڙهو (پکي).

**چيخَ:** ث (ف) وڏي رڙ. سنهيءَ وڏي آواز سان سڏ. ڪوڪ.

**چيخ پُڪارَ:** ث. دانهن ڪوڪ - رڙو ڪو.

**چيخڻ:** م. رڙيون ڪرڻ. هُل ڪرڻ. وڏي آواز سان ڳالهائڻ.

**چيدَه:** ص (ف) چونڊيل - ڏٺيل. خاص. عمدو.

**چيدي:** ث. ٽاپو - تيزي.

**چيرُ:** ذ. سير - شگاف. ڦوٽ. زخم - ڳهاءُ. وَڍ - چِهڪ.

**چيرَڦاڙَ:** ث. زخم جي وڍ ٽڪ - جراحي.

**چيرانو:** ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**چيراڙو:** ذ. ساهميءَ جو پڙ.

**چيراتو:** ذ. ڪنيرن وٽ پاتيءَ رکڻ جو هڪ ٿانءُ.

**چيرائي:** ث. ڪاٺ جي وَڍائي.

**چير چير:** ذ. ڦوٽون ڦوٽون - ڦارون. چِهڪ چِهڪ.

**چيرڻُ:** م. وڍڻ (ڪاٺ). ڏارڻ. ٽڪر ڪرڻ.

**چيرڻُ ڦاڙڻ:** ٽڪر ٽڪر ڪرڻ. وڍي ڦاڙي ڇڏڻ.

**چيرو:** ذ. رنگدار پٽڪو. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**چيرولي:** ث. هڪ قسم جو پٿر.

**چيره:** ص (ف) سگهارو. زوراور. سورهيه. (ذ) حصو - ڀاڱو.

**چيره دستي:** ث. زبردستي - زور ظلم. ڏاڍ.

**چيري ميري:** ث. فضول خرچ. خرچي پاڻي (رشوت طور).

**چيڙَ:** ث. چيڙائڻ لاءِ چرچي طور رکيل نالو يا لقب.

**چيڙ:** ث. رت پيئندڙ جيت (چچڙ وغيره).

**چيڙاڪُ:** ص. يڪدم ڪاوڙجندڙ. زود رنج. ٽانديءَ تپنو. تند مزاج

**چيڙائڻُ:** م. ڪاوڙائڻ - چڙ ڏيارڻ. ناراض ڪرڻ.

**چيڙَه:** ث. هڪ قسم جو موتي - سنهڙو متيو. خسيس شيءِ.

**چيڙُه:** ذ. ڳهاتان - ليس (جيڪو ڪُئنر وغيره ۾ ٿئي). اُٺ جو پيشاب.

**چيڙُه ڪرڻ:** اُٺ جو مُتڻ.

**چيڙهالو، چيڙهو:** ص. چيڙهوارو - لِڳلِڳدار. ڇُهندڙ. ڪم جو اورچ.

**چيڙهائي:** ث. چيڙه. بُخل. اورچائي.

**چيز:** ث (ف) شيءِ - ٿوڪ. جنس. سوکڙي.

**چيستانُ:** ذ (ف) پرولي. مُعمو. منجهيل معاملو.

**چيف:** ص (انگ) وڏو - اعلي. اڳوان.

**چيف آفيسر:** لوڪلبورڊ جو انتظامي عملدار.

**چيف انجنيئر:** آبپاشي کاتي جو وڏو عملدار. وڏو انجنيئر.

**چيف جسٽس:** وڏي ۾ وڏو جج - قاضي القضاة.

**چيف ڪورٽ:** ث. وڏي عدالت - هاءِ ڪورٽ.

**چيڪُ:** ذ. (انگ) بئنڪ مان روڪ رقم وٺڻ جو اجازت نامو. رنگين ليڪن وارو ڪپڙو. جاچ - تپ س.

**چيڪ ڪرڻ:** ڀيهر جاچڻ - تپاسڻ. خاطري ڪرڻ.

**چيڪاٽ، چيڪٽُ:** ذ. چيچاٽ.

**چيڪَڙ:** ص. تيلءِ مٽي هاتو - سٽيو.

**چيڪلو:** ذ. ڦيٿو. باراتي ڦرندڙ پينگهه. ڍانديءِ پکيءَ جو هڪ قسم.

**چيڪلي:** ث. چوڪرين جي باراتي راند (ٻه چوڪريون آمهون سامهون هڪٻئي جا هٿ جهلي ڦيري پائين ۽ ٻول چون).

**چيڪڻ:** م. چِين چِين ڪرڻ. رڙڻ.

**چيڪو:** ص. نرم (مٽيءَ جهڙو).

**چيڪي مٽي:** ث. لسيءَ نوري مٽي (پاڻي پوڻ سان ترڪڻي ٿئي).

**چيلَ:** ث. وڻن جو ڪچو ڦر.

**چيلُ:** ذ. هڪ قسم جو جابلو وڻ.

**چيلاٽو:** ذ. جابلو ڏيپو.

**چِلڪَ:** ٿ. ڪنن ۾ پائڻ جي ننڍي والي.

**چِلنگُ:** ذ. نَتَ جو هڪ حصو- چڙي.

**چيلو:** ذ. شاگرد. مريد. پوئلڳ.

**چيلو:** ذ. ڦيٿو. بيل گاڏيءَ جي ڦيٿن جو ٺهيل پيچرو. ڇوڪرن يا ڇوڪر راند جو خانو.

**چيلو ڪُٽڻ:** ساڳئي رستي تي هلڻ. اُبن ڏڏن واري واٽ وٺڻ.

**چيله:** ٿ. بدن جو هڪ حصو- ڪمر.

**چيله ڀڃڻ:** شڪست ڏيڻ. هيڻو ڪرڻ.

**چيله ڀرجڻ:** عورت کي ويم جا سور ٿيڻ.

**چيله ٽُٽي پوڻ:** سخت صدمو پهچڻ. پٽ مرڻ.

**چيله جهلي ويهڻ:** بي همت ٿيڻ. دلشڪستو ٿيڻ.

**چيله سڌي ڪرڻ:** سمهڻ- آهڻ. پنهنجي طاقت تي بيهڻ.

**چيله واري لت هڻڻ:** نامي ڌڪ هڻڻ. تباهه ڪرڻ- برباد ڪرڻ.

**چيلهڪي:** ٿ. چيله ۾ بدن جو هڪ ڳهه (چاندي يا سون جو ٺهيو).

**چيلهو:** ذ. ڪمربند. اڳٺ.

**چيمبر:** ٿ (انگ) ڪورٽ ۾ جج جي ويهڻ جي ڪوٺي.

**چَيِنَ:** ٿ (انگ) زنجير- سنگهر.

**چَيِنُ:** ذ. آرام. عافيت. سک.

**چِين:** ٿ (ف) گهنج- وڙ (منهن ۾). هڪ ملڪ جو نالو.

**چِين بجين:** ذ. ترارڙ ۾ گهنج (ڪاوڙ يا پريشانيءَ مان).

**چِين چِين:** ٿ. پکين جو آواز. سنهو آواز.

**چِينگهارڻُ:** م. چونگرڻ. آواز ڪرڻ.

**چينگهو:** ذ. پينگهو- چيڪلو.

**چِينو:** ذ. چينيءَ جهڙو اچو رنگ. گهوڙي يا ڳئون جو هڪ قسم (اڇي ءَ ميرٺ جهڙي رنگ جو).

**چِيني:** ٿ. چينيءَ جي اڇي مٽيءَ مان ٺهيل ٿانءَ. (ص) چين ملڪ جو.

**چِينو:** ذ. اَن جو هڪ قسم. هڪ اَن جو ٻوٽو.

**چِينو چِڙڻ:** سنهو ڪم ڪرڻ. ڪروڌ ڪرڻ.

**چِينو ڪاٽ وجهڻ:** تمام گهٽي ڳهل ڪرڻ.

**چَيو:** ذ. چوڻ. قول. اَمر- حڪم. گفتگو.

**چَيو ڪرڻ:** حڪم جي بجاوري ڪرڻ. فرمانبردار رهڻ.

**چيو چايو:** ذ. ڏوهه گناهه.

**چِيوٽ:** ٿ. ڪپڙي جي سنهي پٽي- ريڙ.

**چِيه:** ٿ. سير- ود- زخم. ننڍي ڪڏ- ڇري. پيڙهه جي ڪڏ. داڻهن رڙ. ٽڪرو- پرزو. ليڙ- اڳڙي.

**چِيهاڙيون ڪرڻ:** پرزا پرزا ڪرڻ- ذريون ذريون ڪرڻ.

**چِيهو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. ڪاهه جو هڪ قسم.

**چِيهون ڪِيهون:** رڙيون- ڪوڪون- دانهون.

**چيئرمئن:** ذ. ڪرسي نشين. محفل جو صدر. اداري جو سربراهه.

**چِيئن، چِيِنءَ:** ٿ. چڪيءَ ڏاگه. آڙاهه- مچ.

**چِيئن چاڙهڻ:** سوري چاڙهڻ. آزار ۾ وجهڻ.



**چ:** ٿ. سنڌي "الف- بي" جو سورهون اکر. اچار "چي".

**چا:** ض. ڪهڙو- ڪو. ڪهڙو. ڪيترو.

**چا چئجي:** ڪهڙي ڳالهه ڪجي (تعجب. واکاڻ ءِ طنز وارو محاورو).

**چا مان چا ٿيڻ:** وڏو ڦيرو اچي وڃڻ.

**چا مان چا سمجهڻ:** مفهوم ءِ مطلب جي اُبتڙ سمجهڻ.

**چا مان چا ڪري وجهڻ:** عبرت جهڙو ڪم ڪري ڏيکارڻ. ڳالهه کي وڌائي وڌو ڪرڻ.

**چا ته:** شايد- مبادا- الائجي.

**چابَ:** ٿ. آڏ وغيره جي وهڪري کي يا ڪناري جي ڪاڏڪي روڪڻ لاءِ ڪکن ڪانن ءِ ڪنين جي روڪ. ڊبڪي- پنڊي.

**چاباهي:** ٿ. ٻيڙيءَ جو پويون حصو.

**چابڙي:** اسم خص. هڪ ذات جو نالو (هندن ۾).

**چابڻ:** م. روڪڻ- چپ ڏيڻ.

**چابو:** ص. تمام ويڪرو- ڪشادو.

**چاتُر:** ذ. ٻيري يا ٻٻر جي ڏنگهرن جو لوڙهو.

**چتلو:** ص. زمين تي پکڙيل ٻوٽو.

**چاتي:** ٿ. انسان جي بدن جو اڳ وارو پيٽ کان مٿيون حصو-

سينو - حوصلو - همت.

**چاتيءَ وارو ٿيڻ:** بهادر ٿيڻ. پهلوان ٿيڻ.

**چاتيءَ تي مُڱ ڏرڻ:** حسد جي باهه کان جلائڻ - رشڪ جاڳائڻ.

**چاتيءَ تي پٿر رکڻ:** دل کي مضبوط ڪرڻ. سهڻ - برداشت ڪرڻ.

**چاتيءَ تي هٿ رکڻ:** ويچار ڪرڻ - قياس ڪرڻ. ٺڏي سيني سان غور ڪرڻ.

**چاتيءَ تي هٿ هڻڻ:** دل جهلڻ. اقرار ڪرڻ. ذميواري کڻڻ.

**چاتي ٺرڻ:** سهو ٿيڻ. دل جا مطلب پورا ٿيڻ.

**چاتي ٺوڪڻ:** خاطري ڏيارڻ. هام هڻڻ. ذميواري کڻڻ.

**چاتيءَ جو پٿر هڻڻ:** تمام ڏکيو ڪم هڻڻ.

**چاتيءَ تي نانگ ڦرڻ:** سڙ پچ ٿيڻ.

**چاتي چجڻ:** تمام گهڻو ڏک ٿيڻ - سخت صدمو رسڻ.

**چاتي چلڻ:** طعنا مهڻا ڏيڻ - اندر ساڙڻ.

**چاتيءَ سان لائڻ:** پيار ڪرڻ. تسلي ڏيڻ.

**چاتي ڪُٽڻ:** ماتم ڪرڻ. پشيماني ۽ افسوس جو اظهار ڪرڻ. هاءِ گهوڙا ڪرڻ.

**چاتي ڪڍي هلڻ:** اڪڙ سان هلڻ. بيپرواهيءَ سان هلڻ.

**چاتَ:** ث. هوا جي زور سان وسندڙ سنهي بوند. چٽڪار.

**چاتار:** ث. چٽڪار. برسات جو سنهو وسڪارو - بوند بوند.

**چاتارڻ:** م. چٽڪار ڪرڻ. چٽڻ (بج).

**چاتو:** ذ. ووٽن ۾ پوکيل گاهه. گاهه جو هڪ قسم.

**چاپَ:** ث. سچاٽپ جو خاص نشان. مهر - ٺپو.

**چاپاٽيو:** ذ. جيت جو هڪ قسم.

**چاپاڪو، چَپاڪو:** ذ. چمڙيءَ جي هڪ بيماري - سيتانگ. پکيءَ جو هڪ قسم (عام طور رات جو اڏامي).

**چاپخانو:** ذ. چاپڻ جي مشين - پريس.

**چاپرو:** ذ. گهر جي دروازي واري پاسي کان لاڳو وراندي طور پکن ٺوٺن جي ڪچي اڏاوت. چپر.

**چاپرو:** ص. چپر جو - جهلو.

**چاپرو بيرُ:** ذ. جبل ۾ ٿيندڙ ننڍڙا ڳاڙها بير.

**چاپڙڪ:** ث. سوٽي - ڏنڊي. گهوباٽو.

**چاپڙڪ هڻڻ:** مخالفت ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**چاپڻُ، چاپڻُ:** چاپي ۾ آڻڻ - شايع ڪرڻ (ڪتاب، اخبار وغيره). ڪپڙي تي پورَ سان چٽ ڪڍڻ.

**چاپو:** ذ. طباعت - چپائي. اشاعت. ڪپڙي چڙڻ جو ٺپو - پور. چٽ. سچاٽپ جو خاص نشان. اوچتو حملو.

**چاپو ڪُوڙڻ:** هڪ هنڌ ويهڻ - ڪپي ويهڻ.

**چاپو هڻڻ:** اوچتي چڙهائي ڪرڻ (دشمن يا مجرم تي). رات جو بيخبريءَ ۾ حملو ڪرڻ.

**چاپوٽو:** ذ. ننڍو ٽلهو.

**چاڄ:** ث. تعمير - اڏاوت - نئين سر بناوت.

**چاچو:** ذ. چت جو وڏايل حصو - چپر.

**چاچي:** ص. چچ سان آن صاف ڪندڙ عورت.

**چاڄَ:** ث. لسي - ڏڌ.

**چاچرَ:** ث. ٽانگهو پاٽي. ٽانگهي پاٽيءَ جي چرَ.

**چاچرجڻ:** ٺمٺ ٿيڻ. چڪڻ.

**چاچرو:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر - شاهترو.

**چاچرو:** اسم خاص. ٿر ۾ هڪ شهر جو نالو.

**چاچولَ:** ث. پاڻيءَ ۾ اٿل پٿل. جهو ڳ - ڦب.

**چاچولڻ:** م. پاڻيءَ ۾ اٿلائڻ پٿلائڻ (ڌوئڻ يا اگهارڻ لاءِ). اگهارڻ (ٿانءَ، ڪپڙو).

**چاڏ:** ث. ٽتي - ڦيءُ.

**چاڏوهڙ:** ص. بي لحيتي - بد چال (عورت).

**چار:** ث. مٽي - خڪ. رک - ڦلهيار.

**چار اوڳرائي:** ث. بدهضميءَ واري تيزابي اوڳرائي (جيڪ ڪٽيءَ ۾ بدبودار ٿئي).

**چارُ:** ذ. ڪڪڙ جي آري ڪرڻ واري جاءِ آرو.

**چارُ ڪرڻ:** ڪڪڙ جو آنن ڪڻڻ ٿيڻ يا آنا نه هجڻ جي حالت ۾ به آري تي ويهڻ.

**چارڻ:** م. ڏاتوءَ کي پاڻيءَ ۾ ٽڏو ڪرڻ - ٺارڻ.

**چاري:** ث. رک - ڦلهيار. خاڪ - مٽي.

**چاڙ، چاڙهه:** ث. ڦوٽيءَ جي مٿان وڏل ڪپڙو (پوٽي، اجرڪ) يا ان جي بدران ڏنل رقم. وڏيل ٽڙَ جي پاسن کان نڪتل چوڏائون ٽڪر - چاڙهو. درياءُ يا سمنڊ مان ڦاٽي نڪتل وهڪرو - ڦاٽ سمنڊ جي ڪاري.

**چاڙ اچي ٽُٽڻ:** لڳ لاڳاپي جو باربوڻ.

**چاڙ پنجي وڃڻ:** رعب جانئجي وڃڻ.

**چاڙتو:** ص. ٻئي جي پاران نگراني ڪندڙ يا ڳالهائيندڙ - عيوضي - دلال.

**چاڙَپ:** ث. سنهو ۽ ڊگهو لڪڻ - چهو. ڪمان مان ڳز جو پسيرو ڏڪ. طعنو.

**چاڙڪي:** ث. چنن آگرين جو ماپو.

**چاڙو:** ص. نار ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاني جو نلو. چڙو اگ.

**چاڙون چيچ:** ڏنديون ڏورا- ڪڏون ڪاما.

**چاڙي:** ث. ڪمند جي سڙيل چوپن مان نهندڙ ڪيري.

**چاڪ:** ث. مستي- مدهوشي. زور- طاقت.

**چاڪ چڙهڻ:** هستي مرڻ. زور گهٽجڻ.

**چاڪاٽو، چاڪاٽو:** ذ. رولو- بکيڙو.

**چاڪاڻ:** ص. چالاڪ- چو. ڪنهن لاءِ.

**چاڪو:** ذ. وجه- داءُ. چوريءَ جو موقعو.

**چاڪو هڻڻ:** مفت جو مال هٿ ڪرڻ- چوري ڪرڻ.

**چاڪُ:** ذ. ٻڪريءَ جو ڦر- چيلو.

**چاڳُر، چاڳُل:** ث. ٻڪريءَ جي ڳل مان نهيل ساندري (جيڪا سنر ۾ پاڻي ڪٺڻ يا سيتاه طور ڪم اچي)- ڪُلي.

**چاڳلائي:** ث. چشڪو- مزو.

**چاڳلايون ڪرڻ:** چشڪا وٺڻ- مزيدار ڪڏا ڪڻ.

**چاڳو:** ص. اُهو ماڻهو، جنهن جي هٿن يا پيرن ۾ ڇهه ڇهه آگريون هجن.

**چال:** ظ. شال- شل. (شاهه).

**چالُ:** ذ. ٽپ- ڪڏ- اُچانگ.

**چالر:** ص. ٽپا ڏيندڙ- چال ڏيندڙ.

**چالنو:** ذ. چالو.

**چالو:** ذ. چِلٽو- ڦلتو. لڦ.

**چالي:** ث. اکين جي هڪ بيماري (جنهن ۾ چپر جو اندريون پاسو سڄي پوي). ٻچيءَ جي هڪ بيماري- مَلي.

**چامڪ:** ث. چمڪ.

**چانبَ:** ث. سنهو لڪڻ. سنهي ڪاني- چينيو. ڏنگهري.

**چانب ڪاهڻ:** بنارسيءَ جي چوپائي کي اڳيان ڪاهڻ.

**چانب ڪري اچڻ:** پاڻيءَ جو زور سان ڏوڪي اچڻ.

**چانب لڳڻ:** لڪڻ جو ڏڪ لڳڻ.

**چانبڻ:** م. تارين جا پن روڙڻ- تاريون سوڻ.

**چانبو:** ذ. سڪل تاري. ڏنگهر.

**چانٽ:** ث. چانگ- وَڍ. ڪاٽ ڪُوٽ. تخفيف. چونڊ.

**چانٽڻ:** م. چانگڻ (وڻ). چونڊي ڌار ڪرڻ. چونڊڻ. مختصر ڪرڻ. وڍي ڪتري گهٽ ڪرڻ.

**چانپ:** ث. ڇاپ. مُهر. مورت. نشان.

**چانپو:** ذ. ڏسو: "ڇاپو".

**چانجرو:** ذ. نخرو- انگل- ماٺو- چانگرو.

**چاند:** ث. اکين جو اُٺارو. اُٺارو.

**چاندو:** ذ. حصو- ڀاڱو. خيرات جو ڀاڱو. ڦاندي.

**چاندا پاندا ڪرڻ:** حصا پٽيون ڪرڻ (مفت جو مال). موجون ڪرڻ.

**چاندو پاڻي:** ذ. ٿورو ڪاڏو (نيرن وانگر). معمولي خرچ پکو. خرچي. رشوت طور ڪجهه رقم.

**چاندو چڏائڻ:** رشوت طور ڪجهه رقم وٺڻ.

**چاندو ڪرڻ:** نيرن ڪرڻ. رشوت ڪڻ.

**چاندُ:** ث. ڪتر. چانگ (وڻ جي). چانٽ.

**چاندُ چڙو:** ذ. واندو- ڪنوارو- اڪيلو.

**چاندُ چُوند:** ذ. چندُ ڦوڪ- صفائي.

**چاندڻ:** م. چانٽڻ.

**چاندڻ چُوندڻ:** ڪاٽ ڪُوٽ ڪرڻ. چانگڻ. تخفيف ڪرڻ.

**چاندو:** ص. ڦڙت. چُست.

**چاندي:** ث. چانگ. تخفيف. هلڪائي. لاهياري کي سنگن جي صورت ۾ مليل اجورو- لائي.

**چانگ:** ث. وڻن جي تارين جي وَڍ. تاري. ڪاٽ ڪُوٽ. ٻڪرين يا رڍن جو وڙ.

**چانگ پوڻ:** وڻن ۾ وَڍ پوڻ.

**چانگُ:** ذ. ٽپ- ٻل.

**چانگ ڏيڻ:** ٽپڻ- ڪڏڻ- ٻل ڏيڻ.

**چانگاري:** ث. ٽوڪ- چٽر.

**چانگرا:** ذ. مٽ- انگل. نخرا.

**چانگرا ڪرڻ:** نخرا ڪرڻ. نٽ نٽاءُ ڪرڻ. بهانا ڪرڻ.

**چانگرجڻ:** م. ڦونڊجڻ- آڪڙجڻ.

**چانگلي:** ث. ڪچيءَ جي ڦر جهڙي واري تاري- گوشو.

**چانگڻُ، چانگڻ:** م. وڻ جون تاريون وڍڻ. ڪٽ ڪوٽ ڪرڻ. وڍي ٽڪي گهٽ ڪرڻ.

**چانگهر:** ذ. درياءَ مان نڪتل ننڍو واهڙ.

**چانوَ، چانءَ:** ث. اُس ۾ بيٺل ڪنهن جسم (جاءِ، پٽ، چپر، وڻ وغيره) جو پاڇو- ساڀو. اُجهو. پناهه.

**چانوَ چپَر:** پردو- پناهه- ڍڪ. اجهو- آسرو- آڌر.

**چانورو، چانولو:** ذ. ٿوري چانوَ. معمولي اُجهو.

**چانوان:** ذ. رت جي ڪمي سبب مُنهن تي ڪارا ڊٻ.

**چانوٺي:** ث.سپاهه جي رهڻ جو هنڌ- لشڪرگاهه.

**چانهر:** ث.دَٽ- چَپ- مَڪر.

**چانهَر ڪرڻ:** دَٽ هڻڻ. چَند پڪيڙڻ.

**چانهون:** ذ.چانهين- هنداتو.

**چانهيال:** ث.وَل جو هڪ قسم.

**چانءَ:** ث.چانوَ- سايو.

**چانئر:** ص.چانوَ وارو.

**چانئڻ:** م.چانوَ ڪرڻ- سايو ڪرڻ. چانئجي وڃڻ. غلبو حاصل ڪرڻ. اثرانداز ٿيڻ.

**چانئين:** ث.چانوان.

**چانئين هڻڻ:** سڙڻ- پچڻ. حسد ڪرڻ.

**چاڻ:** ث.ساموندي ڪاري- چاڙ. چڊ و ڏڏ- جهڻ.

**چاڻ:** ذ. چاڻ بعد بچيل ذرا. چٽيل اٽي مان نڪتل بوسو. ڪپه جا ذرا (جي پچڻ وقت اڏامي پري پون).

**چاڻُ، چاڻَڻ:** م.پرَوڻ يا ڪپڙي مان چاڻي صاف ڪرڻ. چاڻي صف ڪرڻ (اناج وغيره). ڏوٽڻ (وڻ). ڪوهڻ (ڪنپ). ڏوڻ سان ڪيرائڻ (ميوو).

**چاڻ ٻهارڻ:** رلڻ پنڻ. مسڪيني حال ۾ اچي پيٽ قوت لاءِ دربدر ٿيڻ.

**چاڻي پيڻ:** جاچي جوچي ڪم ڪرڻ. چاڻ چڻڻ.

**چاڻ چُڻڻ:** چند چاڻ ڪرڻ- تحقيق ۽ تفتيش ڪرڻ.

**چاڻڻي:** ث. چاڻڻ جو اوزار- پرڻ- چاڻي.

**چاڻو:** ذ. وڻن مان پن ڇڻڻ جي حالت. مادي جانور کي لڳ جي خواهش.

**چاڻو پون:** ڪڇڻ جو ٻورو ڇڻڻ.

**چاڻو:** ذ. چاڻڻ جو صافو- پرڻ. چاڻ. بڇت.

**چاڻي:** ث. چاڻڻ جو ٿانءُ- پرڻ. اناج وغيره چاڻڻ لاءِ وڏو پرڻ.

**چاونجاهه:** ص.هڪ عدد- ڇهايڪا ۽ پنج ڏهاڪا (56)

**چاهتر:** ص.هڪ عدد- ڇهايڪا ۽ ست ڏهاڪا (76).

**چاهٺ:** ص.هڪ عدد- ڇهايڪا ۽ ڇهه ڏهاڪا (66).

**چاهَر:** ذ.دَٽ- فريب- مڪر- ڍونگ.

**چاهَلُ، چال:** ذ. ڦيٿ مان نهيل جٽي (جيڪا عام طور ڏراڙ پائين).

**چاهون:** ص.چاڪان- چالاءِ.

**چائر:** ص.ڏونرو و ڪنندڙ. ڏوڏي.

**چائي:** ث.رڪ- ڪيري. قلهيار- چار. خاڪ- ڏوڙ.

**چائي پائڻ:** ڏوڙ پائڻ (مٿي ۽ منهن ۾). خراب ڪم ڪرڻ.

**چائيءَ جا ٻُڪ وجهڻ:** واويلا ڪرڻ. چائي پائڻ.

**چائي چٽو:** ذ.گڏهه جو ڪم. بچڙي عادت.

**چائي چٽڻ:** بچڙائي ظاهر ٿيڻ. نحوست نمايان هجڻ.

**چائيءَ ۾ چيهه هڻڻ:** بلڪل نياڳو هڻڻ.

**چائيتاليهه:** ص.هڪ عدد- ڇهايڪا ۽ چار ڏهاڪ (46).

**چايا:** ث(ف: سايه) چانءِ- سايو. ڀاڇو.

**چايان قايان ڪرڻ:** نقصان وجهڻ. ضايع ڪرڻ. نبيرڻ.

**چَپ:** ث(ه) سونهن. سينگار. پاڻيءَ جي چَر.

**چَپ چَپ:** ث.پاڻيءَ ۾ هلڻ يا ٿاڦوڙا هڻڻ جو آواز.

**چَپائي:** ث.دريائي ٻيڙيءَ جي شيخلي جي جَهل وارو رَسو.

**چَپَٽ:** ص.گُم- غائب. چريو- چرٻٽ.

**چَپَٽ ڪرڻ:** گم ڪرڻ. لئي مٿي ڪرڻ. ڪپٽ ڪرڻ.

**چَپر:** ث.گاهه جو هڪ قسم.

**چَپرانو:** ص.چپر وارو (ميدان. پَٽ). گهڻي چپر واري ايراضي.

**چَپڙ چَٽ:** ص.چالاڪ. ڪنجوس. گهڻ ڪائو.

**چَپڪو:** ذ.پاڻيءَ ۾ ڪرڻ يا هلڻ جو آواز.

**چَپڪي:** ث.تمام گهٽ- ٿوري.

**چَپلائي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (هندن ۾).

**چَپلو:** ص.خلاصو- ويڪرو (پهران. جٽي).

**چِپڻ، چَپڻ:** م.اوچتي چڪ ڏيڻ- چپي ڏيڻ.

**چپو:** ذ.ڪچيءَ جي ڦرهن مان نهيل ٿو ڪرو.

**چَپي بج هڻڻ:** گهٽين ذاتين جو گڏ و چڙهڻ.

**چَپي:** ث.ننڍو چپو. دبڪي- پنڊي.

**چَپيءَ بج هڻڻ:** گهٽين ذاتين جا هڻڻ- گهٽن قسمن جا هڻڻ.

**چَپيءَ ۾ نانگ نپائڻ:** اٽڪلون يا حرفتون ڪرڻ.

**چِپي:** ث.اوچتي چڪ- ستَ (لغام. رسي کي).

**چِپي اچڻ:** چڪ اچڻ. احساس ٿيڻ.

**چِپي ڏيڻ:** ست ڏيڻ. لغڙ کي چڪ ڏيڻ.

**چپيلو:** ص.سهڻو. هار سينگار ڪيل. البيلو.

**چِٽ:** ث. ڍڪڻي ڪانيءَ ۾ لڳل ڪنديءَ وارو سُنو (مڇيءَ جي شڪار لاءِ).

**چِٽ، چَٽ:** ث. جاءِ يا گهر جو ڍڪ- ڪَڏ.

**چِٽ تان ٿالهه اُڇلڻ:** راز وائکو ڪرڻ. دشمن کي دل جو حال ڏيڻ.

**چِٽ چڙيو:** ص.ٻڇتو. بزدل. ٿرڙو.

**چِت چِنل هئڻ:** سُست هئڻ. بزدل هئڻ.

**چِت مان اُپ ڏسجڻ:** چِت کي تنگ هئڻ. غريب تو گهر هئڻ.

**چِتا:** ذ. زالن يا ٻارن جي مٿي جا ننڍڙا ءِ اُپ وارَ- چِندا.

**چَتا چِڏائڻ:** مٿي جا وار رکائڻ.

**چِتائي:** ث. ڪتي يا ماڻهوءَ جي هڪ بيماري. چريائي.

**چِتَرُ:** ذ. تڏي جو چِنل ٽُڪر. تڏو- پٽيءِ پرا تي جٽي.

**چِتَر چُهائڻ:** سوءَ لهرائڻ.

**چِترائي:** ث. کيچل- حرڪت (ٻارن جي).

**چِترو:** ص. حرڪتي- شرير (ٻار). ويڙهڪ. (ث. چِتري).

**چَتري:** ث. (هه) چِٽي- ڏوپ چِٽي.

**چَتري اڏائڻ:** ڪم وڏائڻ- مهانگائي ڪرڻ (و پرڪو اصطلاح).

**چِتري:** ث. تڏي جو چِنل ٽُڪر- چِنر تڏو.

**چِتڙا:** ذ. ننيڙا وارَ- چِندڙا.

**چِتڙن جي ياري:** ث. ننڍين جي دوستي.

**چِتڪُتائي:** ث. چِتي ڪتي واري حالت. ڏڙهيون ءِ جهت. پٽڪوهه- آنڌ مانڌ. ڪم جي گهڻائي سبب بيزاري. هڻ وٺ- ٽڙتڪڙ.

**چِتڪُتائي هلڻ:** بيهودي هلت هئڻ. ڏڙهيون ڏيڻ.

**چَتُل:** ث. ننڍين وارن واري (عورت). عورت جو نالو.

**چِتي ڪوريءَ واري ڍيگهه ڪرڻ:** ڳالهه اجائي اينگهه ڪرڻ. اجائي بڪبڪ ڪرڻ.

**چَتو:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو.

**چِتو:** ص. 'چِتائي' جي بيماري ۾ ورتل (ماڻهو. ڪتو). چڪ هڻندڙ (جانور). مَست- هڙڪيو. (ث. چِتي).

**چِتو ٿيڻ:** چِتي ڪتي وانگر چڪ هڻڻ. چريو ٿيڻ. ڪوڙجڻ.

**چِتي وارا چَڪ هڻڻ:** ڏاڙهن لاءِ اچڻ- جهيڙو ڪرڻ. بدحواس ٿيڻ.

**چِتي واري لُري ڪرڻ:** اوچتو حملو ڪرڻ. اوچتو سَٽ ڏئي وٺڻ.

**چِتو:** ص. ناپاڪ- پليت. آلودو.

**چَٽَ:** ث. ٻاتيءَ جو چِندو- چِٽڪار. مينهن جي ٻوند ٻوند. ٻنيءَ ۾ داتو داتو ڪري ٻج چٽڻ جي حالت. ٻانس- ڏپ- بدبوءِ.

**چَٽَ پاڻي ٿيڻ:** مينهن وسڻ- ٻوند ٻوند پوڻ.

**چَٽَ ڪاهَ:** ث. پوک جو هڪ نمونو (ٻج چٽي مٿان هر ڏيڻ).

**چَٽَ ڪرڻ:** ٻج کي داتو داتو ڪري ٻنيءَ ۾ پکيڙڻ- چٽڻ.

**چَٽَ وجهڻ:** الزام مڙهڻ- بهتان ڏيڻ.

**چَٽُ:** ذ (سن: چِتَر) بادشاهن يا درويشن جي مٿان ساية لاءِ وڏي چٽي. ڌڄ- ڪنگي. موڙ (پکيءَ جو). خرلي يا نار جو مٿيون چڪر. وڻ جون زمين ۾ چئني طرفن پکڙيل پاڙون. مندرو (ڏينهو جو). چِهن سالن جي عمر وارو اٺ.

**چَٽَ ناهڻ:** گلڪاري ڪيڻ (زيورتي).

**چَٽَ پاڻي ٿيڻ:** مينهن وسڻ.

**چَٽَ جُهلائڻ:** رتبو يا درجو وڌائڻ- شان مان وڌائڻ.

**چَٽُ جُهلڻ:** سرتي تاج رکجڻ. ذميداري مٿان پوڻ.

**چِٽارڻ:** م. چِٽڻ- چِٽ ڪرڻ.

**چَٽارو:** ص. بدبودار- ڏپ وارو. ڪڪو.

**چَٽانگُ:** ذ. پنجن تولن جو وزن- آنو.

**چِٽان:** ث. جدائي. وڇوٽي- ڇڏاڻ. پريشاني.

**چُٽائڻُ:** م. ڇڏائڻ- آزاد ڪرائڻ. علاج سان چاق ڪرڻ.

**چِٽڙو:** ص. پٽڙو- چِدڙو. (ث. چِٽڙي).

**چَٽڪارَ:** ث. چِٽڪار. هلڪو مينهن.

**چَٽڪارڻُ:** م. چِٽڻ- ٻرڪڻ. چِٽڪارڻ.

**چُٽَڪَڻُ:** م. کسڻ (ڳالهين ۾). پوڻ (رونن ۾). شروع ٿيڻ (پنڌ ۾).

**چِٽڻُ، چِٽِڻُ:** چَٽَ ڪرڻ (ٻج). داتو داتو ڪري اڇڻ. چِٽڪار ڪرڻ.

**چُٽَڻُ:** م. ڇڙڻ- کلڻ (بندش مان). آزاد ٿيڻ (قيد، التزام مان). آجو ٿيڻ (ڪم. ذميداري مان). شفاياب ٿيڻ (مرض مان). هلڻ (ريل گاڏي)- رواني ٿيڻ. شروع ٿيڻ (ڳالهين. پنڌ ۾). هلڻ (بندوق). ڇڙڻ.

**چُٽي پوڻ:** آزار مان جند ڇٽڻ. آزاد ٿيڻ. انزال ٿيڻ.

**چُٽي وڃڻ:** آزاد ٿيڻ (سزا يا ڏوهه مان). بند خلاص ٿيڻ. جند ڇٽڻ (ڪم يا ذميداري مان).

**چَٽو:** ذ. مندرو (ماکي. ڏينهن جو). واءُ جو سخت جهوٽو. تکو واهه. چنر (مڇيءَ جو). بيٺل پاڻيءَ تي سينور جو تهه.

**چَٽو لڳڻ:** چريائيءَ جو پور چڙهڻ. وهم ۾ پئجي وڃڻ.

**چِٽو:** ص. پٽڙو. چِدو. جدا- الڳ. (ث. چِٽي).

**چِٽو پاٽو:** ظ. چِدو پِدو- ورلي.

**چُٽو:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو.

**چَٽي:** ث. اُس يا مينهن کان بچاءَ لاءِ ڪپڙي، ڪاٺ وغيره مان ٺهيل ڍڪ. کير جي مٿان سٿيل جو تهه- ملائي. چوٽي (پکيءَ جي).

**چُٽي:** ث. موڪل. واند ڪائي- فرصت. اجازت.

**ڇَتيسو:** ص.وڏو بدمعاش-اوباش.

**ڇَتيلو:** ص.حرفتي- چالاڪ-فريبي.

**ڇَتيهَ:** ص.ٻٽيٽي جو هڪ عدد- ڇهه ايڪاءُتي ڏهاڪ (36).

**ڇَتيهَ لکنو:** ص. ڇتيهن لڇڻن وارو. گهڻين خوبين وارو- ٻهڳڻ. سلڇڻو.سياڻو- سدورو.

**ڇَتيهو:** ذ.ڏاج ۾ ڏنل ڪپڙن جا ڇتيهه جوڙا.سٽ جو هڪ قسم.

**ڇَٺ:** ث (سن:شَشٺ) ڇهه (ڏينهن.مهينا).چنڊ جي ڇهين تاريخ.

**ڇَٺ ڇماهي:** ظ.ڪڏهن ڪڏهن- بعضي-ورلي.

**ڇَنڙيو:** ذ.ڇهين مهيني ڇاول ٻار.

**ڇَٺي:** ث.ٻار ڄمڻ جي ڇهين رات هڪ رسم (جنهن ۾ سوڻ سان ڪنهءِ ٻار جو نالو پڻ رکن).

**ڇَٺيءَ جو ڇورو:** ڄائي ڄم کان يتيم. ننڍپڻ کان ڏکن سورن ۾.

**ڇَٺيءَ جو کير ياد اچڻ:** سخت سيکت ملڻ. ننڍپڻ جون ڳالهيون ياد اچڻ.

**ڇَٺيءَ جا رُلڪا نہ سُڪڻ:** اڃا ٻار هئڻ.

**ڇَٺيون ڪائڻ:** ڄائي ڄم کان واقف هئڻ.سيني حرفتن کان واقف هئڻ.

**ڇَپُ:** ذ.لڪي مٺ ڪري ويهڻ جي حالت- ڄِڪَ.شڪار ڪرڻ وقت شڪاريءَ جي لڪَ ۾ ماٺ.

**ڇَپُ مارڻ:** ڄِڪَ هڻڻ.ماٺ ڪري لڪي ويهڻ.

**ڇِپَ:** ث.جبل جو وڏو پٿر.ڳرو بار.

**ڇِپَ پوڻ:** ڳرو بار پوڻ.مصيبت نازل ٿيڻ.

**ڇِپَ ڇيتيون ٿيڻ:** مصيبت ٽري وڃڻ.

**ڇُپاتي:** ظ.ڳجهه ڳوهه ۾.

**ڇَپاڪو:** ذ.ڇاپ ڪو.

**ڇَپائڻُ:** م.طبع ڪرائڻ- شايع ڪرائڻ..

**ڇُپائڻ:** م.لڪائڻ-ڳجهو رکڻ.ڍڪڻ.

**ڇَپائي:** ث.ڇاپو-طباعت

**ڇَپجڻ:** م.طبع ٿيڻ.پڌرو ٿيڻ- شايع ٿيڻ.

**ڇِپجڻ:** ڪنهن پليت شيءِ سان لڳڻ- ناپاڪ ٿيڻ.

**ڇِپَرُ:** ذ.سَرن.ڪِپَ وغيره گاهه جي ٻنڌ سان خاص قسم جو مَنهن. مَنهن- ڇَنو.ڍَڪ- ڇانءَ.اڪ جو مٿيون پردو. جبل- ڏونگر. ڪوهستان.

**ڇَپر ٻڌڻ:** ڇَپر ناهڻ.

**ڇَپر ڇِڪڻ:** اڪين ۾ شورو جهڻ. ڪاوڙجڻ.

**ڇَپَر ڇانوَ:** ذ.لچپال-ڍڪڻهار.

**ڇَپَر ڇَنَ:** ذ.ڪک نون گهر- جهوپو.

**ڇَپر ڪرڻ:** ڪم ڪرڻ- لڪ ٿڻ.

**ڇپر ڪري ويهڻ:** اجهو ڪري ويهڻ.

**ڇَپَرُ ڪڻڻ:** ڇپروارو ڳرو مَنهن ڪڻڻ.ڳرو بار ڪڻڻ.وڏي ذميواري قبول ڪرڻ.

**ڇَپر ۾ ڇڏڻ:** جبل ۾ رولڻ.مصيبت ۾ هيڪلو ڇڏڻ.

**ڇَپر هڻڻ:** ڇانءُ هڻڻ.پر جهلو هڻڻ.

**ڇَپرائُون:** ص.ڇپروارو-ڍَڪ وارو.

**ڇَپَر ڪَٽَ:** ث.هڪ قسم جي وڏي اوچي ڪٽ (جنهن جي مٿان مَهاري وجهڻ لاءِ ڇت نهيل هجي).

**ڇَپروَٽ:** ث.جابلو تَڪر جي پِرواري زمين.

**ڇَپرو:** ذ.ٿوٽين ٿنيس سان ٻينل ڇت.پڙڇ وغيره سان اڏيل ڇت- ڍَڪُ

**ڇَپرو:** ڪاٺ مان نهيل ڄاري. جعفري دروازو.پڃرو.

**ڇَپري:** ث.ننڍڙي تَڏي. ڪاٺ مان نهيل پڙڇ.پَتر.ننڍي لانڍي.

**ڇَپَنو:** ذ.ڇپن (ڇاونجاهه) وارو.سنڌ ۾ 1956ع ۾ پيل ڏڪار.

**ڇَپڻُ:** م.ڇاپڻ- طبع ڪرڻ.لِڪڻ- ڄِڪَ هڻڻ.

**ڇُپڻُ:** م.لِڪڻ. ڪنهن پليت شيءِ سان لڳي ناپاڪ ٿيڻ.

**ڇَپيرو:** ص.ڇپن پيرن وارو.چالاڪ.لُچ.

**ڇَپريل:** ص.انڌو-نابين.

**ڇَڄُ:** ذ.اَن ڇنڊڻ ۽ واٽڙڻ لاءِ ڪانن مان نهيل ڇَپُ.

**ڇَڄ پائيءَ جا روئڻ:** تمام گهڻو روئڻ.

**ڇَڄ ڏيڻ:** اَن صاف ڪرڻ.رازکولڻ.بدنام ڪرڻ.

**ڇَڄڙا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**ڇِڄڻُ:** م.ٽٽڻ (ڌاڳو. نوڙي وغيره). ڌار ٿيڻ- جدا ٿيڻ. لهڻ (پاٽي).ٽڪجڻ (پورهئي يا پنڌ ۾).

**ڇِڄڻو:** ص.ڇڄڻ وارو- ڇڄندڙ.ٽٽندڙ.

**ڇَڄو:** ذ.ڇت- ڇاڄو.ڇَنو.

**ڇَڄهري:** ث.دروازي يا دريءَ جي مٿان ننڍڙي ڇت (اُس ۽ مينهن کان بچاءُ لاءِ).ماڙيءَ جي دري اڳيان وڌايل ڇت- ڪَنلري.

**ڇَڃُ:** ذ.هيٺاهين زمين ۾ بيٺل پاڻي- تانگهي ڍنڍ.درياءُ ۾ تانگهي ڍنڍ.

**ڇَڃ ڇِٽڻ:** اُبهرائي ڏيکارڻ.

**ڇَڃ ڇَنڻ:** شوخي ظاهر ڪرڻ.

**ڇَڃ:** ص.بيوقوف.ٻوڪ.ڇريو.

**ڇَڇائڻُ:** م.ڪراهت آڻڻ (ڪاڏي ۾).

**ڇُڇائي:** ث.بي عقلي- بيوقوفي.بيخبري- لاعلمي.

**چَچَرُ:** ص. ڦيڻو (جسم). وڏو ۽ لڙڪيل (پيٽ). هڪ ذات جو نالو.

**چَچڙُ:** ذ. گوشت جو لڙڪيل ٽڪرو حصو - لبو - چيچڙو.

**چچڙ چڪڻ:** خراب ڪم ڪرڻ.

**چَچڪارَ:** ث. چوپائي مال کي پاڻي پيئڻ تي آماده ڪرڻ لاءِ خاص آواز.

**چَچڪو:** ذ. پاڻي ڇلڪڻ جو آواز - ڇاڇول. زوردار وسڪاري جو آواز. لاڳيتين ڇولين جو آواز.

**چَچڪا ڏيڻ:** مينهن جو رڪي رڪي وسڻ.

**چَچو:** ذ. رنڊڪ - رڪاوٽ. ڦڏو.

**چَچو:** ص. ڍرو - سُست. بيڪار.

**چچوڙڻ:** م. مٽي ۾ لوٽڻ. ڏونڌاڙڻ. بيزار ڪرڻ.

**چَچُوندر:** ذ. هڪ قسم جو بدبودار ڪوئو.

**چَچي:** ث. ڇَچ - ڇَن. هيناهين ڪلراٺي زمين.

**چَچي:** ث. ککي (مڇي). بدبوءِ (مڇيءَ جي). بار جو ڪاڪوس يا پيشاب.

**چڏائڻُ:** م. آزاد ڪرائڻ (بند مان). آجو ڪرائڻ. جُدا ڪرائڻ (ڳنڍيل کي). الڳ ڪرڻ.

**چڏت:** ث. لاٽ - قيمت ۾ ڪمي.

**چڏ ڇوٽ:** ث. قيمت ۾ ڪجھ ڪمي - رعايت.

**چڏڻُ، چڏڻُ:** آزاد ڪرڻ - رهائي ڏيڻ (بند مان). آجو ڪرڻ. ترڪ ڪرڻ (عادت). درگذر ڪرڻ. معاف ڪرڻ. ڇوٽ (ملھ ۾) - رعايت ڪرڻ. استعيفيٰ ڏيڻ. طلاق ڏيڻ. تياڳڻ (ملڪ).

**چڏي وڃڻ:** ڦٽو ڪري وڃڻ. دستبردار ٿيڻ. لاڏاڻو ڪرڻ.

**چڏو:** ذ. پاڻيءَ جو ننڍو ڍُبو - ڍَهو.

**چڏوچاڻ:** ص. نڪمو. خسيس. بي عقل.

**چڊائي:** ث. پاڻيءَ جھڙي پتڙاڻ. پرپراڻي - ڏوري.

**چڊڙائڻ:** م. چِڊو ڪرڻ - پتڙو ڪرڻ. گھٽائڻ - ٿورو ڪرڻ.

**چڊو:** ص. پتڙو (پاڻيءَ جھڙو). جدا - الڳ. پري - وٿير ڪو. (ث. چڊي).

**چڊو پاڊو:** ص. ٿوري انداز ۾ - ايڪڙ بيڪڙ. پري پري. ڪٿي ڪٿي.

**چَرَ:** ث. پاڻيءَ جي چاڙھ واري سنوت. ليٽ - اٿل. هيٺ هين زمين وارو تانگھو پاڻي. (ظ) تيز - تکو (پچڻ) - لَس.

**چَرَ:** ث. پورا سان ڪپڙي تي ڇاپي هڻڻ جو عمل. ڪپڙي تي چَريل ڇٽ.

**چَراڙو:** ذ. سرطان - ڪيڪڙو (جيت).

**چُراڙي:** ث. ڪليل رقم - ريزگاري - ريجو. (ص) ڪُليل. چِٽل (پئسا).

**چرائڻ:** م. چيڙڻ. چيڙائڻ. چريو ڪرڻ.

**چُرائڻ:** م. ڪپڙي تي پورا سان ڇٽ ڪيائڻ.

**چُرڙ:** ص. ڇوٽڪو - ريزڪي (ڪم). رولُو - بيواهو.

**چرڙ ورڙ:** ذ. ڍانوان ڊول - منتشر.

**چرڪ:** ث. هوا جو ٿورو جھوٽو.

**چرڪُ:** ذ. اوچتو ڊپ. ٿاهُ. هراس. اوچتو خيال.

**چرڪُ پوڻ:** اوچتي ڊپ سبب گھبراهٽ ٿيڻ. خوف کان جانورن يا پکين ۾ ٿاهُ پوڻ.

**چرڪائڻ:** م. اوچتو ڊپ وجھڻ - ٿاهڻ.

**چرڪڻ:** م. اوچتي ڊپ جي احساس کان ڏڪي وڃڻ - چرڪ پوڻ. ڊپ مان ٿاهڪ ٿيڻ.

**چرڪنو:** ص. ڊڄڻو. ٿهتو.

**چرلهڻ:** اصل حقيقت معلوم ڪرڻ.

**چرڻ:** م. چڙڻ. چريو ٿيڻ. پٽڪڻ.

**چُرڻ:** م. ڪپڙي تي پورا سان ڇٽ ڪيڻ.

**چُرني:** ث. ڳھڻ کي صاف ڪندڙ لوهي پٽ.

**چَرو:** ذ. وڏي ڪاتي - ڪاٺ.

**چرهو:** ث. سٽ جو ڍيرو.

**چُري:** ث. ڪاتي.

**چُري ڦيرڻ:** ڪُهڻ - ذبح ڪرڻ. ظلم ڪرڻ.

**چُري وهي وڃڻ:** خواهش پوري نه ٿيڻ.

**چڙ:** ث. ڊگھي ڪاني (بانس وغيره جي. چيراڏڻ ۾ ڪم اچي). ڪجيءَ جي تاري. سارين تان ٿهءُ ڇنو لهرائڻ جو عمل.

**چڙچندَ:** ث. اَن جي چڙائيءَ صفائي. جاچ جوچ.

**چڙائڻ:** م. چانورن تان ٿهءُ ڇنو لهرائڻ. اَن صاف ڪرائڻ.

**چڙائي، چڙائي:** ث. اَن جي چڙ. اَن چڙائڻ جو اجورو.

**چڙ بچاندو:** ص. اکيلو - چڙو.

**چڙب، چڙبي:** ث. ڪاوڙمان تنبيه - دڙڪو. ٺڙي.

**چڙبون ڏيڻ:** ٺڙيون چاڙهڻ - دڙڪا ڏيڻ - ڌمڪائڻ.

**چڙبائتو:** م. چڙبون ڏيندڙ - زودرنج.

**چڙبڻ:** م. ڪاوڙمان تنبيه ڪرڻ. ٺڙي چاڙهڻ. دڙڪو دهمان ڪرڻ.

**چُڙت:** ص. آجو. چُست - ڦرت.

**چُڙت جواب:** ذ. نه پر جواب - ٺڙي ڪڙي انڪار.

**چُڙ پُڙيو:** ص. بنا سوچ ويچار جي ڳالهائيندڙ.

**چُڙ چُڙگابا:** محاورو. پنهنجي منهن- خود خيال. چڙو چڙ.

**چُڙچڙ گابا هڻڻ:** پاڻ ۾ بڏي يا ايڪو نه هئڻ.

**چڙ چَنڊ:** ث. اَن چڙڻ جي حالت.

**چڙَچوت:** ث. ڪم جي اُڪلاءَ ۾ چُستي. تيزي ۽ جلدائي.

**چُڙڪَ:** ث. پکين ڦاسائڻ لاءِ ڪوڙڪي وانگر دام.

**چُڙڪُ:** ص. ڪڙو تڙو- چُست ۽ ڦڙت. جلد باز. ڪُليل- چِٽل.

**چُڙڪ جواب ڏيڻ:** صاف انڪار ڪرڻ.

**چُڙڪُ هڻڻ:** ڳالهائڻ جو چوٽ هڻڻ. بي لحاظو هئڻ.

**چُڙڪَڻُ:** م. اُلڙڻ- اُڪڙڻ (سَنڌ). تَڪ سبب عضوا نستا ٿيڻ.

**چُڙڪو:** ذ. دباءُ. دٻ.

**چُڙڳاهي:** ث. ڳاهه مٿان چڻن يا ڇهن ڏاندن جي هلڻ.

**چُڙ مُوڙي:** ص. چڙو چڙ- تڙيل پکڙيل. ڏارڏار.

**چڙَڻُ، چَڙڻُ:** م. سارين تان ٺهه ۽ چِنو لاهڻ.

**چَڙڻُ:** م. مچرجڻ. چڙڻ- ڪاوڙجڻ.

**چُڙڻُ:** م. آزاد ٿيڻ (رسي وغيره جي ڳنڍ مان). ڪُلڻ (ڳنڍ. هڙ وغيره). چِٽڻ (بندوق). جاري ٿيڻ (پاڻي ۽ جو وهڪرو).

**چُڙئي پاند:** ظ. روءِ سوءِ- خودمختيار.

**چڙو:** ص. هڪڙو. اڪيلو. وانڍو- ڪنوارو. فقط- رڳو. (ث. چڙي).

**چڙو پڙو:** ظ. فقط- رڳو- صرف.

**چڙو چاند:** ص. هڪڙو- اڪيلو (فرد). ان پرتيل. پارن ٻچن کان سواءِ. (ث. چڙي چاند).

**چڙو چُڙمل:** ص. ان پرتيل. وانڊو. (ث. چڙي چڙمل).

**چُڙواڳُ:** ص. واڳ کان سواءِ (گهوڙو. وهٽ). پنهنجي روءِ سوءِ. ڪنهن به پابنديءَ کان آزاد. ذميواريءَ کان آجو.

**چُڙواڳي:** ث. پابنديءَ کان آزادي. خودمختياري. بي راهروي.

**چڙ وچڙ:** ظ. تڙيل پکڙيل. ڏارڏار.

**چڙَه:** ث. چڙَ.

**چڙه ڪرڻ:** ڏٽ هڻڻ. مات ڪري ڪري پوڻ.

**چڙه لڳڻ:** لت جو ڌڪ لڳڻ. نقصان رسڻ.

**چڙَه:** ذ. اجرڪ چڙڻ جو چدو رنگ.

**چڙهو چنڊ:** ذ. سارين جي چڙائي چنڊائي.

**چڙهي:** ث. جانور جي پوٺين لت. چڙي. ڪجيءَ جي ٿاري.

**چڙهيون هڻڻ:** ڪرڙيون هڻڻ. غشيءَ ۾ ٽنگون ڪرڙڻ ۽ پير هڻڻ. تڪليف واريون ڪوششون ڪرڻ. اجايون ڪوششون ڪرڻ.

**چڙهيدار:** ص. ٿارين وارو (وڻ). بااختيار. چوبدار- دربان.

**چڙي:** ث. لَڪڻ. سنهو تلهڙ. ٿاري- لام. ڪجيءَ جي ٿاري. لت- چڙمي.

**چڙيون ڏيڻ:** ڪجين ۾ مال جي گهٽائي هئڻ.

**چڙيون چانگڻ:** ڪجيءَ جون ٿاريون ڪپڻ.

**چڙيون هڻڻ:** لتون هڻڻ. جند ڇڏائڻ لاءِ ڦٿڪڻ. هٿ پير هڻڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**چڙي پوڻ:** چٽي پوڻ- انزال ٿيڻ.

**چُڙيو:** ص. ڪُليو- آزاد. چُوٽ (ريجو). وهندڙ (پاڻي).

**چُڙيو ڳالهائڻ:** چُوٽ ڳالهائڻ. گستاخيءَ سان ڳالهائڻ. ڏنگو ڳالهائڻ. بنا روڪ ٽوڪ جي ڳالهائڻ.

**چُڙيو مَتائڻ:** بد ڪارٿيڻ- بدپيشو ڪرائڻ.

**چِسائي:** ث. بيوقوفي. بزدلي.

**چِسو:** ص. بيوقوف- نادان. (ث. چِسي).

**چَڪَ:** ث. وَسڻ- آبادي. ايراضي- جُوءِ. تَرُ- پسگردائي. تاس ۾ ڇهن داڻن واروپتو- چَڪي.

**چِڪُ:** ذ. جهڙالو- ملهار.

**چِڪَ:** ث. ڪشش- تاڻَ. تانگهه- اُڪير. طلب- ضرورت. ٺِڳَ.

**چِڪ چيڙ ڪرڻ:** چڪتاڻ ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ.

**چِڪَ چِڪان:** ث. تاڻو تاڻ. ڪشمڪش. گهل گينداڙ.

**چِڪ مُنجهڻ:** تڪليف ۾ پوڻ.

**چِڪاچِڪ:** ظ. ڪناٽار- ٽمٽار- ڀرپور.

**چِڪا چِڪ ڪرڻ:** ڊؤ ڪري ڪائڻ. ٽمٽار ڪرڻ.

**چِڪائڻ:** م. پاڻ تي موهت ڪرڻ.

**چِڪائڻُ:** م. تاڻائڻ. گهرڻ (سڪَ). گهلائڻ (ڪورٽ ۾). طلب ڪرڻ (حق). ونڻ (پاڻي يا بجلي جو ڪنيڪشن).

**چِڪتاڻُ:** ث. چِڪ چِڪان- گهل گينداڙ. تقاضا- طلب. رڳڙو- معاملو. ڪشمڪش.

**چِڪَ پَوڻ:** ذ. ڍاري راند جو چڪو (ڇهه داڻا) ۽ پَوڻ (هڪ دا نو). چوپڙ راند جي اها حالت جنهن ۾ چڪي جي داءَ سان هلي سگهجي پر داءَ سان راند ختم ٿي وڃي. (راند جو) آخري داءُ. پڇاڙي (ڪم جي). پويان پساهه (ڪنهن معاملي جا). پڇاڙيءَ وارو وقت.

**چِڪجڻ:** م. تاڻجڻ- ڪشجڻ. اينگهجڻ. گهلجڻ (ڪورٽ ۾).

**چِڪ رَس:** ث. درياءُ ئي ٻيڙيءَ جي چِڪڻ لاءِ رسو.

**چَڪڙو:** ذ. بيل گاڏيءَ جو هڪ قسم (جنهن قيٺن سان. مٿان ۽ پاسن کان بند. سواريءَ لاءِ ڪم اچي). ريل جو ننڍو گاڏو. ڪ بيگر ٿلهل گاڏي. آڏين ڦڏين ڪاٺين مان ٺهيل بينچ.

**چَڪَنُ:** ص. موهت. عاشق. بي انتها چاهيندڙ.

**چَڪُندو:** ص. چهن ڪندڙ وارو.

**چَڪَنَ:** م. موهت ٿيڻ- عاشق ٿيڻ.

**چَڪَنُ، چِڪَنُ:** م. چِڪَ ڏيڻ- زور سان پاڻ ڏانهن آڻڻ. تاڻڻ- ڪَشڻ. گهلڻ. گُهرڻ (سگ). طلبڻ (حق). ديگه ڏيڻ- اينگهائڻ. پيڻڻ (بيڙي، چلم).

**چِڪي چِنائڻ:** همت سان پنڌ پورو ڪرڻ.

**چِڪني:** ث. پِچڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ رسي.

**چَڪو:** ذ. ڊارو (جنهن ۾ چهه پاسا ٿين. چوپڙ وغيره راند لاءِ). ڪٿو (رمل جي فال ۾ ڪم اچي). ڇهن جو تعداد.

**چَڪو پنجو ڪرڻ:** اٽڪل سٽڪل ڪرڻ. ٺڳي ڪرڻ.

**چَڪا چِٽي وڃڻ:** همت ختم ٿيڻ- زور ٽٽي وڃڻ.

**چَڪو هڻڻ:** ڊارو هڻڻ- جوا ڪرڻ.

**چِڪو:** ذ. نوڙين مان ٺهيل گول سينهوڙي (جيڪا ٿن يا چئن نوڙين ۾ ٽنگي پئي هجي. جيئن ان ۾ رکيل کاڌي واري شيءِ تائين جانور نه پهچي سگهي). نوڙين مان ٺهيل چاريءَ وارو ٻوتاڙو (اَن ڳاهڻ وقت ڍڳن جي ٻوٿ تي چاڙهجي).

**چِڪو چڄڻ:** انصاف جو ڪم ٿي پوڻ (ٺوڪ طور چنجي).

**چِڪا ڏيڻ:** ڳاهه وقت ڏاندن جي ٻوٿن تي ٻوتاڙا چاڙهڻ.

**چِڪو لهڻ:** وات کلڻ- گهڻي ٻَڪ ڪرڻ.

**چِڪي تي رکڻ:** ٺلهي وڏائي ڏيکارڻ- سيٺ ڪرڻ.

**چَڪي:** ث. تاس ۾ ڇهن داڻن وارو پتو.

**چِڪي:** ث. چِڪَ- تاڻ. سٽَ- ڇڪي. ڳري بار کڻڻ يا ٽپ ڏيڻ سان چيله ۾ پيل سور. مله جو هڪ داءُ.

**چِڪي اچڻ:** سٽ اچڻ. ڪچو ٻر ڪرڻ.

**چِڪي ڏيڻ:** سٽ ڏيڻ. گُهر ڪرڻ. زور سان ڇڪي پٽڻ.

**چِڪيون پائڻ:** زوري ڪسڻ- زبردستي کسي وٺڻ.

**چِڪياري:** ص. چِڪ واري- جنهن تي چڪتاڻ ڪجي.

**چِڪي تاٽي:** ذ. مس مس- جيئن تيئن ڪري.

**چَڳَر:** ذ. پيريءَ يا ضعيفيءَ سبب جسم جو ٽنڪيل چمڙو.

**چڳر لاڙڻ:** مينهن. ڳئون وغيره جو اوهلاڙڻ.

**چَڳو:** ص. چهه ڏندو (جانور). ڇهن ڏگرين وارو- چڳو.

**چُڳو:** ذ. هڪ ئي ٽاريءَ ۾ ميوي جو گهڻو تعداد. انگورن يا ڊاک جو مڇو. ٽارين يا گلن جو جهڳٽو. موڙ- چَٽ.

**چُڳي:** ث. زناني ڪپڙي جو هڪ قسم- سوسي.

**چُڳيرُ:** ص. جنهن جي پڳ ۾ موڙ پڌل هجي (سردار يا اڳوان جي نشاني). سردار- اڳون. پهلوان.

**چُڳيري:** ث. سرنهن جو هڪ قسم.

**چَلَ:** ث. لشڪر جي ڪنجي. مٿ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ ٿيڻ جو ٿانءُ. لشڪر- سپاهه.

**چَلُ:** ذ. فريب- دوکو. مڪر- دونگ. ڪپٽ.

**چَل ڪرڻ:** دولاب ڪرڻ- ٺڳڻ.

**چِلَ:** ث. چلڻ جو عمل. چلڻ سان لٽل ڪلون. چوڏي (ٻبر يا ڏاڙهونءَ جي). ڪاٺيءَ جي سنوتءِ سڌائيءَ لاءِ رنديءَ سان وڍ.

**چِلُ:** ذ. ڪَلَ. چوڏو. ٿورو ذرو. هلڪو زيور (ڪَل جهڙو)- معمولي ڳهه.

**چِلُ پِٽُ:** ذ. ڳهه ڳٿو. سَنهي ٿلهي شيءِ (وهانءَ لاءِ ضرورت جون شيون. جيئن ته زيور ۽ ڪپڙو لٽو).

**چُلَ:** ث. هٿي- پنڌ. جنبش. ٽپ- اُچلَ.

**چُل پُل:** ذ. آنڌمانڌ- بيقراري. هل هلان.

**چُلون ڪرڻ:** ٽپ ڏيڻ. اُچلون ڏيڻ. خوشيءَ مان ٽينگ ٽپا ڏيڻ.

**چَلاچَل:** ث. چَم چَم. ٻوندون وَسڻ جو آواز.

**چَلارُ:** ص. هٿ جو ڇوٽ- سخي.

**چَلانگَ:** ث. چِلُ- ٽپ- ٽپ.

**چِلائڻُ:** م. رندي يا ڪهاڙي سان ڪاٺيءَ جا چوڏا لهرائي سڌو ڪرائڻ- ترائڻ. ڪَل لهرائڻ.

**چُلائڻُ:** م. هلائڻ- پنڌ ڪرائڻ. رُلائڻ.

**چِلائي:** ث. زيورن کي قلم سان چلڻ جو ڪم- گهڙائي.

**چِلٽو:** ذ. چوڏي جو ذرو. چِر (مڇيءَ جو).

**چَلَرُ:** ص. تمام ٿلهو- ڦيٿو- بيڊولو.

**چِلرُ، چِلَرُ:** ذ. مڇيءَ جو ٻاهريون ڇلٽو. ڪَل جو ذرو. ماٺيءَ جي ڪَلَ جو ذرو. هڪوڳهه- چِر.

**چِلر چِٽ:** چمڙن جي تکي ٻانس (ڏپ).

**چِلر چوڏو:** ذ. ڳهه ڳٿو- شاديءَ جو سامان.

**چُلڪائڻُ:** م. چاچوڻ- لوڏڻ (پريل ٿانءُ کي).

**چُلڪَڻُ:** م. ڪنا تار پريل ٿانءُ مان لوڏي سان پاڻي هارجڻ- ڪنارن تان اٿلڻ (پاڻيٺ).

**چَلڪو:** ث. وسڪارو (مينهن جو). جهوٽو (واءُ جو). اُڏمو.

**چُلڪو:** ذ. پريل ڏانءَ کي لوڏو. چلڪڻ جو آواز.

**چُلڪي:** ث. چولي - لهر. ڇاڇول.

**چَل گهل:** لشڪر - ڪٽڪ - سپاه.

**چَلَ مارَ:** مارمو چڙو - ڏڪن جي ڏمال.

**چَلنگري:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**چُلنگڙو:** ذ. گانگٽ جي قسم جي هڪ ننڍي مڇي.

**چُلَنگي:** ث. ٽن چئن ماڻهن جي ٽولي. ٿورن ماڻهن جو ٽولو.

**چُلنگيون ٿيڻ:** ٽوليون ٿيڻ. ورڇجي وڃڻ.

**چَلَڻُ:** م. دولاب ڪرڻ. ورغلائڻ. هرڪائڻ.

**چِلَڻُ:** م. کَل لاهڻ (ميوي. ٻڪر وغيره جي). کرڙي صاف ڪرڻ. ڇوڏا لاهڻ (ڪاٺ تان). ڇلرَ لاهڻ. کَلُون لاهڻ (ٻج تان). ڪانيءَ کي رندي يا ڪهاڙي سان ترڻ. گهڙڻ (قلم. پينسل). رهڙڻ (بدن).

**چُلَڻُ:** م. چلڪڻ (پريل ڏانءُ). ڪنارن تان اُٿلڻ (پاڻي). ڪڇڻ - ڳالهائڻ. راز ظاهر ڪرڻ. هلڻ - پنڌ ۾ پوڻ. ٽولا ڪاڪائڻ.

**چُلتو:** ذ. ڦلتو (گرمي يا گاٺ جي ڪري). سڙڻ ڪري چمڙيءَ تي ٿيل ڦوڦينڊو.

**چَلو:** ذ. آگَر ۾ پاڻي جو هڪ ڳم. هڪ قسم جو لوڪ گيت. هڪ جاندار.

**چَلو مُنڍي:** ذ. ڳم ڳٽو - ڇل پَٽ.

**چَلو مُنڍي لاهي ويهڻ:** سڀ آسرا لاهي ويهڻ. بي اونو ٿي ويهڻ.

**چِلو:** ذ (ف: چِلَ) چِلو. وِيم يا ماتا جي حالت ۾ مريض جي ٻين ماڻهن سان ملڻ کان پرهيز.

**چِلو پچائڻ، چِلو ڪڍڻ:** لاڳاپا لاهي هڪ هنڌ ويهي رهڻ. ڪم يا مقصد جي تڪميل لاءِ سخت محنت ڪرڻ.

**چِلو ڇاٽارڻ:** چلو ڏوئڻ - مٿي تي پاڻي وجهڻ.

**چَلوَرُ:** ص. جنهن جا وارَ ڇلاوان هجن - گهنڊيدار وارن وارو. سهتو.

**چِلورِي، چِلهوري:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**چِلهه:** ث. چِل. تڪليف. عذاب.

**چِلهه ۾ هجڻ:** وڏي تڪليف ۾ هجڻ. گهڻي ڪم ۾ مشغول هجڻ.

**چَلِي:** ث. ڦيش مان ٺهيل ويڪري منهن واري ٽوڪري - ڇبي. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**چُلِي پوڻ:** اندر جي ڳالهه اوچتو ڪڍي ويهڻ.

**چَمُ:** ذ (ف: چَشم) اَک. چمڪو (گهنگهرن جو).

**چَم ٻَڌڻ:** ناچ ۾ گهنگهرن ٻڌل پيرواري تي ڪتڻ.

**چَماسِي، چَماهي:** ث. ڇه مهينا. ڇهن مهينن وارو - ششماهي.

**چَماهي چَٽ ڪرڻ:** اجايو وقت وڃائڻ.

**چَمائِڻُ:** م. اُجهائڻ - وِسائڻ. ٺارڻ (باهه).

**چَمچر:** ذ. ٻارهو. ورسي. چنچر (ڏينهن).

**چَم چَم، چِم چِم:** ث. گهنگهرن جو آواز. ڇيرَ جو آواز.

**چَمچيريون پائڻ:** اجايا اُٻتا ڦڏا وجهڻ.

**چَمَرُ:** ذ. جُهڙ. اڇا ڪڪر (جي مينهن نه وسائين) - اُٻون.

**چَمَڪَ:** ث. سنهي تاري. سَنهو لڪڻ - ڇهو.

**چِمڪارُ، چِمڪاٽُ:** ذ. گهنگهرن جو چمڪو.

**چِمڪڻُ:** م. وڄڻ (گهنگهرو. ڇير).

**چَمڪَنو:** ذ. هڪ قسم جو رانديڪو - جهنجهڻو.

**چِمڪِني:** ث. املداس جي سنڪل ڦري (پسارڪو وکر).

**چِمڪو:** ذ. واڄو (گهنگهرن جو). ڇيرَ جو آواز.

**چَمَڻُ:** م. ٺڏوٿيڻ - ٺرڻ. آٺرڻ.

**چَميا:** ث (سن: ڪشم) مهرباني - نوازش - ڪميا.

**چَن:** ث. ٿوڻين تي اڏيل ڪکائين ڇت (پاسن کان پَٽر وغيره نه هجي) - ڇَپَر. وڏو ڇَنو. هيٺاهين زمين (جتي پاڻي سڪڻ بعد گاهه ٻوٽا اُپرن). سم وغيره جي پاڻي بيٺل هيٺاهين زمين. ٽانگهي ڏني ۽ ونڪارواري جوءِ.

**چَن ٻَڌڻ:** ڇنوناهڻ. منهن اَڏڻ.

**چِنَ:** ث. اک ڇنڀ - ڪِن - پَلڪ - لحظو.

**چُن:** ذ. ڀڳ ٽوٽ. نقصان. هڪ بيماري (جهن ۾ نَرو لهي پوي).

**چَن پوڻ:** چِن جي بيماري ٿيڻ. نقصان رسڻ. ڀڄي پوڻ.

**چِنالَ:** ث. ڇڙواڳ ۽ بدچال عورت.

**چَنالو:** ص. حرامڪار - ڪَجر. بي غيرت.

**چِنائِڻُ:** م. ٽوڙائڻ (رسي، ڏاڳو). جدا ڪرائڻ. ختم ڪرائڻ (تعلقات).

**چِنبَ:** ث. اکين جي ٻُور پَٽ. پٽ کي پهريون پيرو گاري جي لٽ (ٻوءِ مٽان راڳي جو ٻيو سنو هٿ لڳي). ٽارين مان پَنن جي روڙ.

**چِنيرُ، چِنيِڻ:** ذ. اک جو پلڪ. اک جي پلڪ جا وار - پنجهرَ - پنبڻ.

**چنيڙي:** ص. تمام اپرو - ڏٻرو. تمام هلڪو.

**چَنيڪي:** ث. ڪانيءَ جو سنهو ٽڪر - ڇِيپو.

**چِنيڻ:** م. اکيون پورڻ ۽ پٽڻ. ڳاروهڻ - راڳو ڏيڻ.

**چِنيي:** ث. ماٺ - دَت.

**چِن پَٽ:** ث. چنڻ پٽڻ جو عمل. اُبهرائي. بيقراري.

**چَنچِرُ:** ذ. هڪ ڏينهن جو نالو. زحل گره (جيڪو نحس سمجهيو وڃي ٿو).

**چَنچِري:** ث. چنچر گره جي نحوست. نياڳ.

**چنچري لاهڻ:** سخت سزا ڏيئي سڌارڻ- ڏاڍي مار ڏيئي سڌو ڪرڻ.

**چن چڙڪي:** ظ. ٿورو ٿورو ڪري. هوريان هوريان.

**چَندُ:** ذ. پوتر منتر. ويدن جو منتر. علم عروض. بحر (عروض جو). مڪر- ڍونگ- دَٽ. ڦند- چار (شڪ رلاءِ).

**چَند باز:** ص. فريبي- ڍونگي. دوکيباز.

**چَند پکيڙڻ:** مڪر ڪرڻ- ڍونگ ڪرڻ. چارپکيڙڻ.

**چَند ڦند:** ذ. اٽڪلون. حرفتون. نڳيون.

**چَند وديا:** ث. هندي دوهن جي شاعريءَ جا اصول.

**چَنديلو:** ص. فريبي- چندباز.

**چَندَ:** ث. مٽيءَ هاٿي شيءَ کي هوا ۾ اُڇل سان صفا ڪرڻ جو عمل. صفائي. ڪپڙي سان صفائي. تنبيه- جَٽ. مينهن جي سنهي بوند. چنڪار. اُلٽي- قيءِ.

**چندِچاڻ:** ث. چندِ ڦوڪ. صفائي. مسئلي يا معاملي بابت تڪ تور- تحقيق. ڪاٽ ڪوٽ.

**چَندِ چڙ:** ذ. اَن جي صفائي.

**چَندِ ڦند ڪرڻ:** اٽڪلون ڪرڻ. حرفتون هلائڻ.

**چَندِ ڦوڪ:** ث. بهاري سنهاري. آرائش- ناهنوه.

**چَندِ ڦوڪيو:** ص. صفائي پسند. فيشن وارو.

**چَندِ ڪڍڻ:** جٽ ڦٽ ڪرڻ. تنبيه ڪرڻ. دڙڪو دهمان ڪرڻ.

**چَندِ ڪرائڻ:** هلڪو ڪرائڻ. گهٽائڻ. چانگائڻ (وڻ).

**چَندُون پوڻ:** برسات جا وسڪارا ٿيڻ. هلڪو مينهن پوڻ. ڦڙيون وسڻ.

**چَندجَڻُ:** م. صفا ٿيڻ. گهٽجڻ. هلڪو ٿيڻ (بار).

**چَندڪارَ:** ث. برسات جي سنهي بوند.

**چَندڪو:** ذ. چندڻ لاءِ ڏنل اُڇل.

**چَندڪو ڏيڻ:** مٽي وغيره صاف ڪرڻ لاءِ اُڇل ڏيڻ. ڇڄ ۾ وجهي اُڇل ڏيڻ (اَنُ).

**چَندَڻُ، چَندِڻُ:** م. هوا ۾ اُڇل ڏيئي صاف ڪرڻ (ڪپڙو وغيره). ڪپڙو هٿي مٽي وغيره لاهڻ. صاف ڪرڻ. ڇڄ ۾ اُڇل ڏيئي مٽيءَ ڪڍا ڪڍڻ (اَن مان). چانگڻ (وڻ). ڪاٽ ڪوٽ ڪرڻ. گهٽ ڪرڻ (تولهه). جهڪو ڪرڻ (بار).

**چَندڻ چاڻڻ:** چندِ چاڻ ڪرڻ. غور فڪر ڪرڻ. جاچ جوچ ڪرڻ.

**چندي ڇڏڻ:** هلڪو ڪرڻ. جهڪو ڪرڻ. اُڇي ڇڏڻ. صف جواب ڏيڻ. بلڪل انڪار ڪرڻ.

**چَندِڻ:** ث. وڏيل پٽي نيڪال ڪرڻ لاءِ واهه. وڏي واهه مان نڪتل ناني.

**چَندِتو:** ذ. بهرو- جهاڙو.

**چَندِتي:** ث. ڪنيءَ ۾ بڌل ڪپڙي ٽڪر (جنهن سان مٽي پيل شين کي چندي صاف ڪجي).

**چَندو:** ذ. ڦڙو- بوند. ٿوري برسات. پاڻيءَ جي لَپَ سان سَوَڻ طور هنيل چندا.

**چَندا پوڻ:** الزام لڳڻ.

**چَندا وجهڻ:** تهمت مڙهڻ- الزام ڏرڻ. ملوث ڪرڻ.

**چَندو ڦيتو:** ذ. دعءِ دوا. حيلو وسيلو. جهاڙ جهپاڙ.

**چَندو وجهڻ:** پاڻي وجهي ٺارڻ. بيماريءَ مان اُٿڻ تي مٿي تي پاڻي وجهڻ (وهنجڻ). آٿت ڏيڻ. ڏک. نااميديءَ ڪاوڙ جي حالت ۾ دلداري ڏيڻ. وسائڻ (باهه). ٺارڻ (جهيڙو).

**چَنديل ڦوڪيل:** ص. صفائيءَ وارو. (ذ) نفاست پسند- ٽِپ ٽاپ.

**چَنديون ڏيڻ:** تڙيون ڏيڻ- دڙڪا ڏيڻ. چندِ ڪڍڻ.

**چِنَ ڦاڙَ:** ث. چِنڻ ۽ ڦاڙڻ جو عمل. پَٽ ڪوهه. بيقراري- آنڌ مانڌ.

**چِن ڦاڙ ڪرڻ:** ڌاهه ڌوهه ڪرڻ. بي صبريءَ جي حالت ۾ نقصان ڪرڻ.

**چِنڪار، چِنڪار:** ث. زمين تي پاڻيءَ جي چِنڪارَ (مٽيءَ اڏامڻ کي روڪڻ ۽ ٺڌ ڪارڻ لاءِ).

**چِنگ:** ث. جوئر يا باجهريءَ جي ڪاني جي چيت.

**چِنَل چاٽَ:** پراڻي جٽي. ڪُٽل. پراتو.

**چِنَڻُ:** م. توڙڻ. جدا ڪرڻ. ڇڏڻ (تعلق). پٽڻ (گُل. ٿاري. ميوو وغيره). ڪوهڻ (وار)- کُونڊڻ. نبيرڻ (معاملو. تڪرار).

**چِني ڦاڙي ويهڻ:** لاڳاپا ختم ڪري ڇڏڻ. برادريءَ جو رستو نه رکڻ.

**چِنو:** ذ. ڪکائين ڇت ۽ پکن ٺوڻن سان اڏيل ڇپر. مَنهن. ڪاج ۾ مهمانن لاءِ اڏيل ڇپر وغيره.

**چِنا چانيُون:** ث. مال جي ويهارڻ جا ڇپر. ڪکاوان گهر.

**چِني چُوم ڪرڻ:** ڏڏي آئي جو آڌرڀاءُ ڪرڻ. بخش ڪرڻ. مهرباني ڪرڻ.

**چِنهڙو:** ذ. جدائي. علحيدگي. حساب ڪتاب جي صفائي. پاڻيءَ جي گهٽتائي.

**چِني:** ث. ننڍڙو چِنو. ننڍو مَنهن. پيهي. پاڻيءَ جو ڍورو.

**چِنات، چِنڪاتُ:** ذ. سِڪَن يا ٺانون جو واڄو.

**چِنَ چِنَ، چِنِ چِنِ:** ث. گهنگهرن. سِڪن وغيره جو واڄو.

**چِنڪارُ:** ث. چِنڪارَ.

**چنڪَڻُ:** م. چنڪارَ ڪرڻ. ٻرڪڻ (لوڻ، مصالحو وغيره). وڃڻ- ٻرڻ (سڪا، ٿانوَ).

**چنڪَنو:** ذ. چمڪنو.

**چنڪو:** ذ. چير جو آواز. پئسن جو واجو. چمڪو.

**چنَڻُ:** م. چنَي صاف ٿيڻ (پرڻ يا ڪپڙي مان). چڃڻ (وڻ مان ٻن، ميوو).

**چنَڻ چڳڻ:** ڳوڙها ڳڙڻ- اکين مان پاڻيءَ جا نير وهڻ. (شاهه).

**چنَي پوڻ:** چڇي ڪري پوڻ. لڙي پوڻ.

**چنِيل:** ص. ڪريل. صاف ٿيل (پاڻي وغيره).

**چو:** ص. چالاڪ- ڪهڙي سبب.

**چوَ:** ث. ڪپڙي جو پوش (وهاڻي، سوڙ، پٿراڻي وغيره جو)- غلاف.

**چُو:** ث. ڦوڪ يا شوڪاري جو آواز.

**چُو وڃڻ:** ڪو بہ نقصان نہ ٿيڻ.

**چُوا پاڻي:** ص. پاڻيءَ جهڙو چِڊو (بوڙ، ڳنڊڻ).

**چَوائڻُ:** م. چا چو ٻڌائڻ- ڪڪن جي چت وجهڻ.

**چوت، چُوت:** ث. ناپاڪ شيءِ سان ڇهاءُ- پليتي.

**چوت چات:** ث. ذات پات جو فرق- ڀيد ڀاوَ.

**چُوتو:** ذ. ڪمند جو چوپيل ڳر- چوپو. چوڏو. ٿورو ذرو.

**چوتي:** ص. هلڪو- ترڙو. ڳالهائڻ جو بي ڍنگو.

**چُوٽ:** ث. قيمت ۾ ڪمي- رعايت (ملهہ ۾). معافي. (ظ) تيز- تکو. آزاد- کُليو.

**چُوٽ جواب ڏيڻ:** صفا انڪار ڪرڻ. بي ڌڙڪ جواب ڏيڻ.

**چُوٽ چڏڻ:** آزاد چڏڻ. ڇڙواڳ ڇڏڻ. تمام تيز هلڻ لاءِ بند ش لاهڻ. رعايت ڏيڻ (قيمت ۾).

**چُوٽ ڪرڻ:** رپيو وغيره کُليو ڪرڻ. بيڏو هي نهرائڻ. چڏي ڏيڻ.

**چُوٽ واڳ ملڻ:** خودمختياري ملڻ. ڇڙواڳي ملڻ.

**چُوٽائو:** آجو ڪرائڻ. ڇٽائڻ.

**چُوٽائو:** ص. چوٽ ڇڏيندڙ. معاف ڪندڙ.

**چوٽڪارو:** ذ. رهائي- نجات- موڪ.

**چوٽڪُو:** ص. مختصر- ننڍو. کُليو (ريجو). ريز ڪي واپار.

**چوٽڪي:** ث. مختصر- ٿوري.

**چوٽڪي موڪل:** ث. ريزڪي موڪل- اتفاقي رخصت (ملازمت دوران).

**چوٽو:** ص. ننڍو. گهٽ- مختصر. ٿورو. بندرو (قد ۾). (ث. چوٽي).

**چوپ:** ذ. (سن. ڪُشپ) ولوڙ. رولو- ڏقير.

**چُو چو:** ص. سکتو- خالي. سُست- ڪاهل. وچڙندڙ مرض.

**چوڏاهو:** ص. چوڏو. امين- ٺيا ڪڙ.

**چوڏر:** ص. بد چال- ڪُنچنو. گدلو- خراب.

**چوڏو:** ذ. وڻ جي ڪَل. ڪانيءَ جي ڪل.

**چوڏا لاهڻ:** کلون لاهڻ. سيکت ڏيڻ. عيب ظاهر ڪرڻ.

**چوڏو ونڻ:** ڪانيءَ کي چِلي ڪم لائق بنائڻ.

**چوڏي:** ث. ٻبر جا چوڏا. وڻ جي ٿڙ ءِ ڪانين تان لٿل کلون ٻبرءِ ڏاڙهون جا چوڏا (جيڪي رنگ ءِ دوائن ۾ ڪم اچن).

**چوڏي وجهڻ:** چمڙي رضن لاءِ ٻبر جا چوڏا مسالي طور ڪم آڻڻ.

**چورو:** ص. جنهن جا ماءُ پيءُ مري ويا هجن- يتيم. (ث. چوري).

**چورو چنو:** ص. يتيم. لاوارث- نڌڪو. (ث. چوري چني).

**چورانو:** ص. چوري ٻار جو- يتيم جو.

**چوڙَ:** ث. گهنج (پيشانيءَ جا). منهن ۾ پيل شور يا گند (ڪاوڙ ڪان). ڦلل ءِ سرون پيل زمين.

**چوڙُ:** ذ. درياءَ جو سمنڊ ۾ پوڻ وارو هنڌ. نيڪال. (ص) چوڙيندڙ- کوليندڙ (مثلاً: ڳنڍي چوڙ. روزي چوڙ وغيره).

**چوڙُ ڪرڻ:** درياءَ جو سمنڊ ۾ پوڻ. انزال ڪرڻ- ڇٽڻ. پيشاب ڪرڻ.

**چوڙائڻ:** م. کولائڻ. ڇڏائڻ. آزاد ڪرائڻ.

**چوڙڪو:** ذ. پٽر جي پاسن کي ٻڌڻ ۾ ڪم ايندڙ نوڙيءَ جو ٽڪر.

**چوڙَڻُ، چوڙڻُ:** م. کولڻ (ڳنڍ). ٻَڌل کي ڇڏڻ. بند خلاص ڪرڻ. هڻڻ (بندوق). ختم ڪرڻ (روزو).

**چوڙي ڏيڻ:** ڳنڍ کولي ڏيڻ. بنا محنت جي اجورو ڏيڻ. منت ۾ ڏيڻ.

**چوڙو، چوڙو:** ذ. جانور جي لٿل تازي يا سُڪل کل.

**چوڙي لاهڻ:** کل لاهڻ. سخت سزا ڏيڻ. واپار ۾ چالاڪيءَ سان نقصان ڏيڻ.

**چُوڪارَڻُ، چُوڪارڻُ:** م. ڦوڪ ڏيڻ. صلواة سڳوري يا ڪو ڦيٿو پڙهي دم ڪرڻ- شوڪارڻ.

**چُوڪارو:** ذ. صلواة يا ڦيٿي وغيره جو شوڪارو- دعا جو ڦوڪارو.

**چوڪَر:** ث. چوڪري- نينگر. ڌيءُ- نياڻي.

**چوڪَرُ:** ذ. چوڪرو- نينگر. پٽ.

**چوڪراٽُ:** ص. نوجوان- ڳڀرو- لاسڙاٽ.

**چوڪرانو:** ص. ننڍڙن وارو- ٻارانو. ٻارن جهڙو (اڻپورو ڏاهپ). بيوقوفيءَ وارو (عمل، فيصلو).

**چوڪراڻي:** ث. ٻارن جهڙي حرڪت. بيعقليءَ واري ڳالهہ. ٻار ڻي.

**چوڪرائي پوتي:** ث.ٻاراتو ڪم.بي همتي.

**چوڪرائي ڪرڻ:** ٻاراتي ڪرڻ.بيوقوفي ڪرڻ.بنا سوچ ويچار جي ڪم ڪرڻ.

**چوڪرائپ:** ث.ٻالڪپڻ-ننڍپڻ.

**چوڪَر ٻاڪَر:** ذ.ٻارڙا.شاگردَ.

**چوڪِرو:** ذ.چوڪَرُ-نينگرُ.ٻٽُ.طفل-ٻچو.(ص) نابالغ.بي عقل.

**چوڪري بازي:** ث.لونڊي بازي-لواطت.

**چوڪِري:** ث.نينگري.ڌيءَ.ٻارڙي.

**چوڪرو:** ص.حيران-پريشان.

**چولَ:** ث.چولي-لَهر.وڏي چولي.چولين جي اُٿل پٿل-ڇاڇول.

**چول چُلڻ:** چولين جي اُٿل پُٿل ٿيڻ.

**چولا:** ذ.وڏا ڇنا.رڏل ڇٽ.

**چولڙي:** ث.ڪَڏ.

**چولَڻُ، چولڻُ:** م.چوليون ڪرڻ.چولين ۾ وجهڻ.پاڻيءَ ۾ وجهي هيٺ مٿي ڪرڻ-ڇاچولڻ.ٽلڪائڻ.رولڻ.پَتوڙڻ.

**چولني:** ث.مُنهن وريل انبوري (اوزار).

**چولو:** ذ.وڏي چولي.لوڏو-ڌوڏو.مصيبت.نقصان-ٽوٽو.

**چولِي:** ث.لَهر-موجَ.

**چُومَنَتَرُ:** ذ.جادو يا منتر جو ڇُوڪارو.

**چَونٽِي:** ث.نڪ جي هڪ پاسي وارو سوراخ-ناسَ.

**چونٽيون چيرڻ:** ناسون چيرڻ.ڏاڍي مار ڪڍڻ.

**چُونچاٽُ:** ذ.ٻاهيا تتل شيءِ تي پاڻي پوڻ جو آواز-شوسٽ.

**چَوندو:** ذ.ننڍي ڦُرڙي-ڦَٽ.

**چوندو ٻنجڻ:** آزار ٻنجڻ.تڪليف جو سبب ٻنجڻ.

**چوهَ:** ث.تيزي-تَڪ.

**چوهُ:** ذ.تيزي-تَڪَ (واءُ، پاڻي وغيره جي).تڪڙ-جلدي.تيز هوا سان وسڪارو.جوش.ڪاوڙ-غصو.

**چوهه چڙهڻ:** جوش ڳهڻ.ڌرڪي پوڻ.نراس ٿيڻ.

**چُوهَ ڇنڊڻ:** ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻ.

**چُوهارو:** ذ.سڪل کجور-کارڪ.

**چوهو، چُوهو:** ص.تيز رفتار.تڪڙو-تکو.(ذ) هوا جي زوردار لهر.واءُ يا مينهن جو زوردار سٽڪو.

**چوها ڇڏڻ:** تَکائيءَ سان ڳالهائڻ.

**چوهِي:** ث.ٿَمَ (اَن واٽڻ جا).ڪاري پاڻي پيئڻ ڪري ٿيل اُڃ.

**چوهي ٿيڻ:** ڪاري پاڻي پيئڻ ڪري اُڃ لڳڻ.

**چوهِيو:** ذ.مينهن جي تيزي.برسات.وسڪارو.

**چوئي:** ذ.چڻ.ٿي جو ڇاڻ.

**ڇَويهَ:** ص.هڪ عدد-ڇهه ايڪاءِ ٻه ڏهاڪا (26).

**ڇَهَ:** ص.ڇهن جو عدد (6).

**ڇَهَ ٽويا لڳڻ:** سَستي ٿيڻ-سهنگ ٿي ٿيڻ.

**ڇَهَ پنج ڪرڻ:** واٽڙو ٿيڻ.تشدد ٿيڻ.

**ڇَهَ پيرو:** ص.ڇهن پيرن وارو.بنا آواز.هلندڙ.چالاڪ.

**ڇَهَ دانيون پوڻ:** نقصان پوڻ-نقصان هيٺ اچڻ.

**ڇَهه ڏندو:** ص.ڇهن ڏندن وارو (جانور، وهٽ).ڇهن سالن عمر جو (وهٽ).

**ڇَهَ ئي ٽويا ڇڏڻ:** سڀ اختيار ڇڏڻ-واسطو نه رکڻ.

**ڇَهين ڏندين:** ظ.ڇهن ڏندن وارو (جانور، وهٽ جيڪو جوان سمجهيو وڃي).جوان جمان.پنهنجي ڪمائيءَ وارو.روءِ سوءِ.

**ڇَهين ڏندين ڇهه اچڻ:** هٿن خالي اچڻ-سکڻو اچڻ.

**ڇَهَ:** ث.ڇڪَ-ڇَپ-ڏَٽَ.

**ڇُهَ:** ذ.جسم جي اندرين نازڪ ڳَل (جنهن ۾ نَسُون ڊوڙن).پيٽ جي چمڙيءَ جو اندريون تهه.

**ڇَهَ ڇڄڻ:** حواس خطا ٿيڻ.جياپي جون اميدون ٽٽڻ.همت هارجڻ.

**ڇَهَ:** ث.ڇوَ (وڻ، ٻوٽي، ٻڪرائي وغيره جي).

**ڇَهاسُ:** ذ.ڇهن پاسن واري شڪل-ڇهه ڪُنڊو.

**ڇَهاسِي:** ص.هڪ عدد-ڇَهه ايڪاءِ اَٺ ڏهاڪا (86).

**ڇَهانَوي:** ص.هڪ عدد-ڇَهه ايڪاءِ نَو ڏهاڪا (96).

**ڇُهائڻُ:** م.ڇُهائڻ-لڳائڻ.ٿورو ڳسائڻ.

**ڇُهائي:** ث.تيزي-تکائي.جلدي.

**ڇَهه ٻانهين:** ث.درياهي ٻيڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ رسي (جنهن سان ڏکجي).

**ڇَهڙُ:** ذ.ڇهين ڏينهن ايندڙ واري جو تپ.

**ڇَهڙائپ:** ذ.چمڙي کي ڇهڪ ڏيڻ جي حالت.

**ڇَهَلُ:** ذ.مڪر.ڍونگ.دغا-دولاب.ڪپٽ-ڇَلَ.

**ڇَهل باز:** ص.ٺڳ.مڪار-دغاباز.

**ڇُهندَ:** ث.چمڙيءَ تي ٿوري رهڙ-رُهند.

**ڇُهندو:** ذ.ڦٽ ڦرڙيءَ جي ڪَڙي.

**ڇُهَڻُ:** م.هٿ لائڻ-لڳائڻ (آڱريون، هٿ وغيره).

**ڇَهو:** ذ.تاس ۾ ڇهن داڻن وارو پتو-ڇَڪي."ڇهن" جو عدد.سنهي ڪاني.

**چُھو:** ذ.چُوھو.

**چُھوتر:** ص.ڇهه سيڪڙو ويڇ.

**چُھُون:** ص.سلسلي ۾ پنجن کان پوءِ وارو قطاري عدد.

**چَھُونَ:** ث.ڇهيڙا وڏيڪ هئڻ جي حالت.

**چُھي:** ث.چپ-بندو-ڪڪن جي آڙ.

**چُھي:** ث.ٿوري ذري (ڪنهن شيءِ يا جي وغيره جي).تيزي-تک.

**چُھي ڏيڻ:** تکو ڪرڻ (ڪاتيءَ وغيره کي)-سراڻ چاڙهڻ.

**چُئو:** ذ.ذرو-هوَ.

**چُنا پاڻي ڪرڻ:** ٿوري شيءِ ۾ گهڻو پاڻي ملائي پتڙو ڪرڻ (شوروو وغيره).

**چِي:** ذ.چوپائي مال کي پاڻي پيارڻ لاءِ چيڪار-چي چي.نفرت جو آواز-ٿُو.

**چيبلو:** ص.چلولو-لاڏلو.حسين-سهڻو.

**چيبو:** ذ.چڙب-جهٽڪ-چينبي.

**چيت:** ث.ڪکَ جو سنهو ذرو (جيڪو بدن ۾ چُبي وڃي). ڪاتيءَ جو سنهو ذرو.ڏندن کوٽڻ لاءِ ڪاتيءَ جو ذرو.

**چيت ڪڍڻ:** رشوت يا خرچيءَ طور ڪجهه رقم چڏائڻ.چالاڪيءَ سان ڪجهه رقم ڪڍڻ.

**چيتيون چيتيون:** ث.ذرا ذرا-چيهون چيهون.

**چيتَرُ:** ذ.پاسيري (اُريب ۾) ڪتريل ڪپڙي مان ظاهر ٿيل ڪپڙي جون تندون.

**چيتر پِندي:** ث.دولاب-دغا-ٺڳي.

**چيترڻ:** وَهُو ڪرڻ (ڏاند).شيشي جا پاسا چلي سڌو ڪرڻ.

**چيتُ:** ث.هڪ قسم جون چريل زنانو ڪپڙو.رنگدار گلن بوٽن وارو ڪپڙو.

**چيٽڪ:** ذ.چرپائي-پاڳلپڻو.

**چيٽو:** ذ.وِٿي-وڇوٽي-مفاصلو.

**چيٽو پوڻ:** وِٿي پوڻ.وڇوڙو پوڻ.رنجش سبب هڪٻئي کان ڌار ٿيڻ.

**چيٽي:** ث.وڇوٽي.واندڪائي-ساهي.

**چيپ:** ذ.چوٽ-پليتي.

**چيچ:** ث.سرءَ جي موسم ۾ پاڻيءَ جي لاٽ-چينهرو.

**چيچ:** ذ.دهل جي وڄت جو هڪ نمونو (ناچ جو تال).جهمر ناچ.تماشو.خوشي.

**چيچ وڄڻ:** جهمر هڻڻ.خوشيءَ وچان ٺينگ ٽپا ڏيڻ.خوشيون ڪرڻ.

**چيچرو:** ص.اڍنگو.بدفعال-ڪلڇنو.

**چيچاڙڻُ:** م.ڏونڊاڙڻ.چيچلائڻ.

**چيچڙو:** ذ.گوشت تي چڙهيل وکو.ڦاٽل اَڳڙي.

**چيچلائڻُ:** م.ڏندن ۾ جهلي ڏونڊاڙڻ (ڪتي يا جانور وانگر).

**چيدُ:** ذ.سوراخ-ٽنگ.چير-شگاف.گرامر موجب جملي ۾ آيل لفظن جي تفريق.رياضيءَ ۾ اتپوري انگ جا جملي ڪيل ڀاڱا.

**چيد ڪرڻ:** انگ پڃڻ.جملي جي تفريق ڪرڻ.

**چيدڪُ:** ذ.رنڊڪ.خلل.ڦڏو-رولو.چرپائيءَ وارو پور.ڪڏ-شوق.

**چيدڪ وجهڻ:** ٺهيل ڪم ۾ رولو وجهڻ.رنڊڪ وجهڻ.

**چيدڪي:** ص.پورالو.حرڪتي.جهيڙو ڪار.

**چير:** ث.پيرن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (جنهن ۾ چمڪيون ٿين). ڪنگهرن جي پٽي (ناچو ٻڌن.يا چوپائي مال کي ڳچي يا ٽنگن ۾ ٻڌجي).

**چير چمڪائڻ:** نچڻ-رقص ڪرڻ.

**چيرڻ:** م.رلائڻ-پٽڪائڻ.ڪاوڙائڻ.گهمائڻ.

**چيرون ڪرڻ:** رانديون ڪرڻ.هلڻ.(شاه ڪريم.)

**چيرو:** ذ.اوزار تکي ڪرڻ لاءِ سراڻ تي ڏنل گهڪو.ڪارتوس ۾ پيل شيهي جو داڻو.ڪاتيءَ جو وڍ.

**چيرو ڏيڻ:** اوزار کي روهيءَ تي لائڻ.وڍ ڏيڻ.ڪاوڙائڻ لاءِ طعنو ڏيڻ يا چٽر ڪرڻ.

**چيڙَ:** ث.ڪم جي پورائيءَ لاءِ بنا اجرت گڏ ڪيل ماڻهو-ونگار. گهڻن ماڻهن جو گڏجي اجتماعي ڪم ۾ حصو وٺڻ جو عمل. شڪار کي ورائيندڙ ماڻهن جو ٽولو.ٻڄ.چرچ-ڪؤنس-هٽ چراند.

**چيڙچاڙ:** ث.هٽ ڪس.حرڪت-ڪؤنس.

**چيڙ چوڙ:** ث.گهڻن ماڻهن سان چڙهائي-زبردست حملو.

**چيڙ ڪرائڻ:** بيگار جو ڪم ڪرائڻ.گهڻن ماڻهن کان ٻڄ ڪرائڻ.

**چيڙڻُ، چيڙڻُ:** م.چراند ڪرڻ-چرچ ڪرڻ.هٽ ڪس ڪرڻ-چوڙڻ.ڪاوڙائڻ.ٻڄ ڪرڻ.پهرائڻ (چوپيو مال).وڄائڻ (ساز).شروع ڪرڻ (گفتگو.راڳ.ساز).

**چيڙو:** ذ.پچاڙي-ڏنگ.طرو (پٽڪي جو).

**چيڙو چڏائڻ:** نبيرو ڪرڻ-آخري فيصلو ڪرڻ.پلاند آجو ڪرڻ.

**چيڙو چڏڻ:** واسطو ٽوڙڻ.آسرو لاهڻ.طرو ڇڏڻ.

**چيڙي نبيري:** ث.معاملن مسئلن جو نبيرو.راڄوٽي نبيرو.پائيچاريءَ جا فيصلا.

**چيڙُو:** ص.چيڙ ۾ وهندڙ-ونگاري.

**ڇيڪُ:** ظ.ڪُليل-آزاد.ڇڙواڳ (جانور.وهٽ).

**ڇيڪ چرڻ:** چوپائي جو ٻنيءَ ۾ آزاديءَ سان چرڻ. آزاديءَ سان گهمندو ڦرندو رهڻ.

**ڇيڪ ڇڏڻ:** چوپائي کي ٻنيءَ ۾ چرڻ لاءِ بنا رسي جي ڇڙواڳ ڇڏي ڏيڻ.هر قسم جي آزادي ملبل هئڻ.

**ڇيڪارڻُ:** م. چوپائي مال کي پاڻي پيئڻ تي آماده ڪرڻ لاءِ 'ڇِي ڇِي' جو آواز ڪرڻ.

**ڇيڪارو:** ذ."ڇِي ڇِي" جي آواز تي پاڻي پيئندڙ وهٽ.

**ڇيڪائُو:** ص. ڇڪيندڙ-گهليندڙ.گهتو تماڪ ڇڪيندڙ.پيندي لائي ويهندڙ-پيند.

**ڇيڪڙائُو:** طالبو-گهورو-اميدوار.

**ڇيڪو:** ظ.يڪدم-ترت-جلد.(ذ) ڇهڪ-وڍ.

**ڇيگرائي:** ث.گدلائي.چلولائي.اڻ وڻندڙ انگل.

**ڇيگرو:** ص.گدلو-ميرو.چلولو.(ث.ڇيگري).

**ڇينگهو:** ذ.مڇي جهلڻ جي ڪاني.

**ڇيل:** ث.پڻتلواروپاڻي-جالاروپاڻي-ڇر.

**ڇيلري:** ص.ڇلرن واري (مڇي).ليٿي (مڇي) جو ضد.

**ڇيلو:** ذ.ٻڪريءَ جو ٻچو-ليلو.(ث.ڇيلي).

**ڇيلو ٿي لڳڻ:** پٺيان لڳو رهڻ.هر هنڌ گڏ جي هلڻ.

**ڇيلوان:** ص.ڇليل-گهڙيل (ڪاني).

**ڇيڻُ:** ذ.ڇيهو-نقصان-ٽوٽو.

**ڇينڀ:** ث.تنبيه.فهمائش.دڙڪي واري هدايت.جهڻڪ.

**ڇينڀڻ:** م.تنبيه ڪرڻ.دڙڪو داب ڪرڻ.ملامت ڪرڻ.جهڻڪ ڪرڻ.

**ڇينيو:** ذ.سُڪل ڏنگري-ڇانيو.

**ڇينهَرو:** ذ. درياهَ جي پاڻيءَ جي لاٽ (جيڪا سرءُ جي موسم ۾ ٿئي).

**ڇينو:** ذ.جدائي-علحيدگي.تفريق-ورهاست.

**ڇيڻُ:** ذ.ڇيٽو.ڇيٽڻ جو ڍگ.

**ڇيٽو:** ذ.چوپائي مال جو بوسو-گوبرُ.

**ڇيٽا پورُ:** ص.جهيڙو مچائيندڙ.لائي چائي ڪندڙ.

**ڇيٽا پورڻ:** جهيڙو وجهائڻ.لائي چائي ڪرڻ.

**ڇيٽو مهٽڻ:** جوگي جهڻ ڪرڻ-بي عزتي ڪرڻ.

**ڇيٽي:** ث.هڪ قسم جو لوهي اوزار (لوهي ڇٻر. جيڪا لوهه وڍڻ يا ڪاني ڦوڙڻ ۾ ڪم اچي).

**ڇيهُ:** ذ.پڇاڙي-پڇاتي.آخري حد-ڏنگ.وَڏَ-ڇيرُ.

**ڇيه ڪرڻ:** ڏنگ ڪرڻ.انتها تي پڄائڻ.حد کان وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ.حيرت جهڙو ڪارنامو ڪرڻ.

**ڇيهڙ:** ذ. ڍنگ- طريقو. لڇڻ. سگهڙپائي. صفائي- سنائي. هوشياري.لياقت-صلاحيت.

**ڇيهَلُ:** ذ.هَرَڻُ.(ص) سهٽين اکين وارو.سُهڻو-حَسين.

**ڇيهلو:** ص.پڇاڙيءَ وارو.پڇاڙي-ڏنگ.

**ڇيهڻ:** م.وڍڻ-ڪپڻ.ڦاڙڻ.

**ڇيهو:** ذ.نقصان-ٽوٽو-گهاٽو.

**ڇيهو پائڻ:** نقصان وجهڻ.نقصان سهڻ.

**ڇيهي کان نڪرڻ:** نقصان کان بچڻ.بيهوش ٿيڻ.سخت ڪاوڙجڻ.

**ڇيهُون ڇيهُون:** ث. ذرا ذرا- ٽُڪر ٽُڪر. پرزا پرزا. ڇيٽيون ڇيٽيون.




**ح:** ث (ع) سنڌي "الف-بي" جو سترهون ۽ عربيءَ جو ڇهون اکر. اُچار "حَي". ابجد موجب عدد (8).

**حاتمُ:** ذ (ع) هڪ مشهور عرب سخي "حاتم طائي". (ص) تمام وڏو سخي.

**حاتم جي قبر کي لت هڻڻ:** حاتم کان به وڌيڪ سخي بڻجڻ (ٽوڪ طور چئجي).

**حاجَ:** ث (ع) گهرج-ضرورت-حاجت.

**حاج لاهڻ:** سيڪت ڏيڻ.

**حاج هُجڻ:** اچا ٿورو ڪم رهيل هجڻ.

**حاجب:** ص (ع) دربان.چوبدار.

**حاجتَ:** ث.(ع) گهرج-ضرورت.غرض.ڪم.

**حاجت بَرآري:** ث. ڪنهن جي ضرورت پوري ڪرڻ جي حالت.

**حاجت خواه:** ص.سوالي-سائل.محتاج.

**حاجَت روائي:** ث.گهرج جي پورائي.مشڪل ڪشائي.

**حاجت رفع ڪرڻ:** ڪنهن ڪم جي پوٽيواري ڪرڻ. ضرورت پوري ڪرڻ. ڪاڪوس ڪرڻ.

**حاجت ضروري:** ث.ضروري حاج (ڪاڪوس جو خيال).

**حاجَتمَند:** ص.گهرجائو-ضرورتمند.

**حاجَتي:** ص. حاجت وارو- حاجتمند. (ث) بيمار لاءِ ڪٺ وٽ پيشاب ڪرڻ لاءِ رکيل ٿانءُ.

**حاجي:** ص(ع) جنهن حج ڪيل هجي.(ث.حاجاڻي.حاجياڻي).

**حاجي الحَرمَين:** ص. مڪي ۽ مديني جي پاڪ جاين جي زيارت ڪريايندڙ.

**حاجياڻي:** ص.حج ڪندڙ عورت.عورت جو نالو.

**حادِثُ:** ذ(ع) نئين خلقيل شيءِ. جا اڳ وجود ۾ نه آئي هجي. مخلوق (يعني خلقيل: زمين،آسمان،انسان،حيوان وغيره).نئون-جديد.

**حادِثو:** ذ(ع) واقعو.اوچتي واردات.مصيبت.

**حاذِقُ:** ص(ع) هوشيار.ذهين.قابل طبيب.

**حار:** ص(ع) حرارت وارو-گرم.

**حارج:** ص(ع) روڪيندڙ-آڏو ايندڙ.تنگ ڪندڙ.

**حاسِب:** ذ(ع) خزانچي-اڪائونٽنٽ.

**حاسِدُ:** ص(ع) حسد ڪندڙ- مَسَهو.ٻئي جي نقصان ۾ خوش ٿيندڙ.بد خواه.

**حاشا:** ث(ع) انڪار ۽ ترديد لاءِ قسم کڻڻ جو هڪ نمونو.

**حاشاوَڪَلا:** ظ(ع) هرگز نه- ڪڏهن به نه.

**حاشو، حاشِيو:** ذ(ع: حاشيه) ڪنارو-وَٽ. ڪتاب جي ورق جو چئني پاسن کان ڇڏيل خالي حصو (جنهن تي وضاحت لکجي). ڪتاب جي متن تي پاسي کان لکيل وضاحت. ڪپڙي جي پرت پر يل ڪنار.

**حاشيه نشين:** ذ. هروقت خدمت ۾ رهڻ وارو ملازم. گلم جي ڪنري سان ويهڻ وارو.

**حاشي:** ث(ع) ڪاغذ يا ورق جو لکت کان آجو ڪنارو.

**حاشي چاڙهڻ:** ڪتاب تي شرح لکڻ. ڪنهن ڳالهه کي وڌائي بيان ڪرڻ.

**حاشي ڇڏڻ:** لکڻ وقت ڪاغذ تي پاسن کان ڪجهه خالي جاءِ ڇڏڻ.

**حاصِلُ:** ذ(ع: حاصِلُ). اُپت- پيداوار. بچت- بقايا. فائدو- لاڀ. (ص) حصي ۾ آيل- مليل.

**حاصل ٿيڻ:** هٿ اچڻ- ملڻ.وصول ٿيڻ.

**حاصل ڪرڻ:** هٿ ڪرڻ- لهڻ. قبضي ۾ ڪرڻ. پيدا ڪرڻ. جمع ڪرڻ.

**حاصل ڪَلام:** ظ.مطلب ته.نيٺ-آخر ڪار.ڳالهه جو مقصد ته.

**حاصل مطلب:** ظ.حاصل ڪلام.

**حاصل مَصدر:** ث.گرامر موجب 'مصدر' مان ٺهيل اسم (جيئن کلڻ مان کل،لکڻ مان لِيکَ وغيره).

**حاصلات:** ث(ع) حاصل.پيدائش (فصل جي).نفعو.

**حاصلات ٿيڻ:** پلئه پوڻ- حاصل ٿيڻ.

**حاضِرُ:** ص(ع:حاضِر) موجود-هَڪيو.اڳيان-سامهون.تيار.

**حاضِر جواب:** ص.ٺهيه معقول جواب ڏيندڙ.

**حاضر شرم:** ص.لڄارو-شرميلو-حضور شرم.

**حاضر ضامن:** ص. وارنٽ پهچڻ کان اڳ جوابدار جو عدالت ۾ پهچي ڏنل ضامن.

**حاضر ڪرڻ:** اڳيان آڻڻ- پيش ڪرڻ.پهچائي ڏيڻ.

**حاضِر ناظُر:** ذ.هر هنڌ ڏسندڙ ۽ موجود (خدا تعاليٰ).

**حاضِرات:** ث(ع) سڏي حاضر ڪيل جن ڀوت.

**حاضرات ڪڍڻ:** جن ڀوتن کي گهرائي ڪنهن ڳجهه بابت پڇڻ.

**حاضراتي:** ذ.ڀوپو- عامل.

**حاضران حُضور:** ص.هر هنڌ حاضر- حاضر ناظر.

**حاضِري، حاضري:** ث.موجودگي.شنوائي (ڪورٽ جي).

**حاضري پرڻ:** خدمت ۾ رهڻ.نوڪري ڏيڻ.رجسٽر ۾ حاضري لکڻ.

**حاضري پوڻ:** شنوائي ۽ جو ڏينهن مقرر ٿيڻ.

**حاضريءَ جو نقشو:** ذ.حاضريءَ وارو ڪتاب- مَسٽرول.

**حاضري کائڻ:** صبح جي نيرن ڪرڻ.

**حاضريءَ ۾ رهڻ:** خدمت لاءِ هر وقت تيار رهڻ.

**حاضري وٺڻ:** حاضري پرڻ.سيڪٽ ڏيڻ.

**حاضرين:** ذ ('حاضر' جو جمع) حاضر ماڻهو. مجلس يا محفل ۾ موجود ماڻهو.

**حاطو:** ذ(ع) ننڍي پٽ سان گهيريل اڱڻ يا ميدان.

**حافِظُ:** ذ(ع) خدا تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو. جنهن کي قرآن شريف برزبان ياد هجي.(ص) انڌو- نابين.

**حافظ حقيقي:** ص.اصل نگهبان- خدا تعاليٰ.

**حافظو:** ذ(ع) يادرکڻ جي قوت- چيتو.

**حافظي:** ث. شاگرد جي قرآن شريف پڙهي پوري ڪرڻ تي خاص

جشن ڪرڻ جي هڪ رسم.

**حاڪمُ:** ذ(ع) حڪم هلائيندڙ. حڪومت ڪندڙ. بادشاهه.

**حاڪمِ اعليٰ:** ذ. وڏو عملدار. سلطان- شهنشاهه. خدا تعاليٰ.

**حاڪمانو:** ص. حاڪم وانگر. شاهاڻو. حڪيري وارو. دٻدٻي وارو.

**حاڪم زادو:** ص. حاڪم جو پٽ- حاڪم جو ٻار.

**حاڪمي:** ث. حڪومت. صاحبي. بادشاهي.

**حالُ:** ذ (ع) هلندڙ وقت (جيڪو اڃا نه گذريو هجي). موجوده زمانو. حالت- ڪيفيت. احوال- خبرچار. پڇندي- زور. وجد جي حالت- بيخودي. (ظ) هينئر- هن وقت.

**حالُ احوالُ:** ذ. خبرچار.

**حال احوال کان نڪرڻ:** دين دنيا کان وڃڻ. بيڪار ٿيڻ.

**حال بيحال ٿيڻ:** خراب حالت ٿيڻ- حال کان وڃڻ.

**حالَ ياني:** ص. حال جو واقف. ڏک سک ۾ شريڪ- غمگسار. همراز. دوست.

**حالَ تي هلڻ:** وٽ آهر هلڻ. حيثيت مطابق هلڻ.

**حال پُڇڻ:** حال احوال وٺڻ. مزاج پرسي ڪرڻ.

**حال پريان نال:** محاورو. جيڪي هجي سو ڏيڻ- حال سارو حاضر هجڻ.

**حالُ پوڻ:** ذڪر يا سماع وقت وجد ۾ اچڻ. بيخودي طاري ٿيڻ.

**حالُ چالُ:** ذ. هلت چلت. ريت نيت. زماني جو رخ.

**حال حاضر:** ذ. جيڪو موجود هجي. هڪيو تڪيو- في الحال.

**حالَ ڏاڳا:** ذ. حال واري فقير جي استعمال جا ٿيپڙ (گودڙي، ڪشنو، لٺ، ڪنٺا ڪولابا وغيره).

**حال في الحال:** هن وقت- هينئر- هاڻ.

**حال قال جو نه رهڻ:** نڪمو ٿيڻ- ڪنهن به ڪم جو نه رهڻ.

**حال کي وسارڻ:** موجود نعمتن جو قدر نه ڪرڻ.

**حال مٽائڻ:** خيال بدلائڻ. عادت مٽائڻ. رخ ڦيرڻ.

**حال محرم:** همدرد- حال ياني.

**حال ۾ اچڻ:** وجد جي ڪيفيت طاري ٿيڻ- حال پوڻ.

**حالَ وڃائڻ:** افعالن کان نڪرڻ. خراب حالت کي پهچڻ.

**حالات:** ذ ('حالت' جو جمع) حالتون. واقعا.

**حالانڪ:** ظ. جڏهن ته.

**حالَتَ:** ث (ع) حالَ جي ڪيفيت. طبيعت. مزاج. رهڻي ڪهڻي. نمونو. گرامر موجب اسم يا ضمير جي ڦير گهير.

**حالتَ اضافتَ:** ث. اسم يا ضمير جي اها بيهڪ جنهن ۾ "جو. جا. جي، جون وغيره" جي اچڻ سان جمونهي.

**حالتَ جَري:** ث. اسم يا ضمير جي اها حالت جنهن ۾ پٺيان حرف جر "۾، کي، تي وغيره" اچي.

**حالتَ فاعلي:** ث. جملي ۾ فاعل تي ڪم ايندڙ اسم يا ضمير جي حالت.

**حالتَ ڪرڻ:** جڻ ڪرڻ- تعدي ڪرڻ.

**حالت مَفعُولي:** ث. جملي ۾ مفعول تي ڪم ايندڙ اسم يا ضمير جي حالت.

**حالتِ ندا:** ث. اسم جي اها حالت جنهن ۾ عجب، خوشي، ارمان، خوف وغيره جو اظهار ٿئي.

**حالتَ نَزع:** دم نڪرڻ واري حالت- سڪرات.

**حالتيو:** ث. حال ۾ آيل- مجذوب.

**حالو چالو:** ذ. رواج ۾ هلڻ چلڻ جو ڍنگ.

**حالي:** ظ. وقتي- في الحال. ٿوري دير لاءِ.

**حالي حوالي ٿيڻ:** خبرون چارون ڏيڻ وٺڻ (مهمان کان).

**حالي موالي:** ص. سنگتي ساٿي- پيالي ياني.

**حامَ:** ث. ذمو. قبوليت. داڙ- ٻٽاڪ. همت. يقين.

**حامَ هڻڻ:** ٻٽاڪ هڻڻ- داڙ هڻڻ.

**حامِدُ:** ص (ع) ساراهه ڪندڙ. حضرت محمد ﷺ جن جو هڪ صفاتي نالو.

**حامدانو:** ص. پنهنجي تعريف پاڻ ڪندڙ- خودپسند.

**حامدين:** ظ (ع: عمداً جو بگاڙ) ڄاڻي واڻي- ڄمي وانسي- ارادتاً.

**حامِلُ:** ص (ع) کڻي ويندڙ. بارکڻندڙ.

**حامِلہ:** ث (ع) پيٽ واري (عورت).

**حامِي:** ص (ع) بچائيندڙ. مددگار. حمايتي- پُٺڀرائي ڪندڙ. (ث) اقرار. يقين جي ضمانت.

**حامي ڀرڻ:** اقرار ڪرڻ. ذمو کڻڻ.

**حامي ٿيڻ:** ٻانهن ٻيلي ٿيڻ. حمايت ڪرڻ. ٽيڪو ڏيڻ.

**حاميو:** ص (ع) گرم- تتل. ٻرندڙ- سڙيندڙ.

**حاوي:** ص (ع) گهيرو ڪندڙ. غالب- ڪرو. ڪنهن فن تي مهارت رکندڙ.

**حائلُ:** ص (ع) وچ ۾ بيهي روڪيندڙ. روڪ ڪندڙ.

**حَبَ:** اسم خاص. هڪ نديءَ جو نالو (جيڪا ڪراچيءَ کان ست ڪوهه پري پب جبل جي حد مان نڪري عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.)

**حَبُ:** ذ(ع) دوا جي گوري.

**حُبَ:** ث (ع) پيار- قرب. سِڪَ- چاهه.

**حُب الوَطني:** ث. وطن يا ديس لاءِ پيار جو جذبو.

**حُب ذات:** ث. خودپسندي. خودي.

**حُبابُ:** ذ (ع) جَرَڦوٽو- بوڙيو.

**حُبابي:** ص. پاڻي ڦوٽي وارو. سنهو- باريڪ. ناپائيدار- فاني.

**حُبائتو:** ص. قرب وارو- محبتي.

**حَبسُ:** ذ (ع) قيد- بند. گهٽَ- اُٻسَ.

**حَبس بيجا:** ذ. ناجائز طور ڪنهن کي بند ۾ وجهڻ جو عمل- ناحق روڪ بند.

**حَبسِ دَمر:** ذ. دَم جي بيم ري. صوفين وٽ گهڻي دير تائين دم بند ڪرڻ جو طريقو.

**حَبسِ دَوام:** ذ. جنم ٽيپ- عمر قيد.

**حَبشي:** ذ. حبش (آفريڪا) جو رهاڪو- شيدي. (ث. حَبشڻ).

**حَبلُ:** ث (ع) رَسي- نوڙي. نبض- نس.

**حَبلُ الوَريد:** ث. شاهه رَڳ- وڏي نس.

**حَبو:** ذ (ع) داڻو. ٻج. ذرو.

**حُبُوبَ:** ذ (ع: حَبُ جو جمع) گوريون (دوا جون). بوڙيا (پاڻيءَ جا).

**حُبوب اُٿارڻ:** ڪوڙا هَلَ اُٿارڻ. افواهه پکيڙڻ. بدنامي ڪرڻ.

**حَبيبُ:** ص (ع) پيارو- محبوب. دوست. معشوق.

**حَبيبائو:** ص. دوست وارو. ياراڻو.

**حَبيباڻي هيج:** ث. محبوب جي سِڪ.

**حَتَر:** ذ (ع: حَذَر جو بگاڙ) احتياط. پرهيز. خيال- لحاظ.

**حَتيٰ:** ظ (ع) تائين- جو- جيستائين.

**حَتيٰ ڪ:** ظ. ايستائين جو- ايتري قدر جو.

**حتيٰ الامڪان، حَتيٰ المقدور، حتيٰ الوسعُ:** ظ. جيستائين ٿي سگهي. وس آهر- پڄنديءَ سارو.

**حَتمي:** ص (ع) ضروري. پڪو (ارادو يا فيصلو).

**حَجُ:** ذ (ع) ڪعبة الله جي طوافءِ ٻين احڪامن جو عبادت جي نيت سان ارادو. اسلام جو هڪ رڪن (جيڪو ۹- ذوالحج تي عرفات جي ميدان تي اداٿئي).

**حَجِ اصغر:** ذ. ننڍو حج- عُمرو.

**حَجِ اڪبر:** ذ. وڏو حج. جمعي جي ڏينهن وارو حج. تصوف ۾ جذبِ قلوب.

**حج چڙهڻ:** مَن جو مطلب پورو ٿيڻ.

**حَجُ ڪَٽڻُ:** حج جيترو ثواب حاصل ڪرڻ. وڏو خير جو ڪم ڪرڻ.

**حُجَ:** ث (ع: حُجت) هيج مان طلب. لاڏ- اڱل. گستاخي. اميد.

**حُجَ هلائڻ:** ويجهڙائپ جي آڌار تي مرادون مڃائڻ جي ڪوشش ڪرڻ- حُجت ڪرڻ. سَنوارت.

**حِجابُ:** ذ (ع) پردو- اوٽ. ڍَڪُ (مُنهن تي ڪپڙي جو)- نقاب. شرم- لَڄ.

**حجاب ٽُٽڻ:** شرم لهڻ- لڄ نه ٿيڻ.

**حجابُ ڪرڻ:** لڄ ڪرڻ. پردو ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

**حجاباڻو:** ظ. حجاب سان- شرم حياءَ وارو.

**حُجاجُ:** ذ (ع) گهڻا حاجي- حاجين جو قافلو.

**حَجامُ:** ص (ع) سَنوارت ناهيندڙ- نائي- حجم. (ث. حَجامڻ).

**حَجامَتَ:** ث. حجام جو ڪم.

**حَجامَت ڪرڻ:** صفائي ڪرڻ. ننگڻ- ننگيءَ سان نقصان پهچائڻ.

**حَجامڙو:** اسم خاص. ٺٽي ضلعي ۾ سنڌو نديءَ مان نڪرندڙ هڪ ڦاٽ جو نالو.

**حَجامڻ:** ث. شاديءَ غميءَ جي موقعي تي گهر وارين عورتن کي ڪم ڪار ۾ مدد ڪندڙ عورت.

**حُجائتو:** ص. حُجت ڪندڙ. (ث. حُجائتي).

**حُجتَ:** ث (ع) دليل. بحث. اعتراض. لاڏ- هيج. گستاخي.

**حُجت الاسلام:** ص. سلام جو دليل. امام غزاليءَ جو لقب.

**حُجت اٿارڻ:** اعتراض ڪرڻ.

**حُجت پڄڻ:** ٻنيءَ کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ.

**حُجت ترديدي:** ڪنهن ڏِر جي خلاف بحث.

**حُجت ڪرڻ:** تڪرار ڪرڻ. بحث ڪرڻ. گستاخي ڪرڻ.

**حُجتي:** ص. لاڏ مان گستاخي يا هٺ ڪَس ڪندڙ- حُجائتو.

**حَجَرُ:** ذ (ع) پٿر- سَنگُ.

**حَجرِ اَسودُ:** ذ. ڪعبة الله جي پِٽ ۾ لڳل ڪاري رنگ جو متبرڪ پٿر.

**حَجر اليَهود:** ذ. سنگ تَوڙ پٿر.

**حجرُ:** ذ (ع) پٿرائون پيچرو.

**حُجرو:** ذ (ع: حُجرة) ڪوٺڙي. عبادت لاءِ اڪيلائيءَ واري ڪوٺي. مسجد سان لڳ ننڍي ڪوٺي.

**حُجره نشين:** ص. تارڪ الدنيا. ڏهي يا چِلي ۾ ويٺل.

**حَجَفَ:** ث. توڪ- چٽر- ننول.

**حُجله عُروسي:** ث (ع) ڪنوار جي ڇپر کَٽ. سيجَ.

**حَجَمُ:** ذ (ع) حجام- نائي. ٿولهه (ديگهه ويڪر).

**حَدَ:** ث(ع) ڇيڙو- دنگ. سرحد. ڇيھ- نت. مقرر ٿيل شرعي سزا.

**حَدبَندي:** ث. دنگ جي مقرري- حدبڌڻ.

**حَد ٽپڻ:** حدکان وڌڻ. گناهه جهڙو ڪم ڪرڻ.

**حَد جي اندر:** ٿي سگهڻ جي دائري ۾.

**حَد شَرع:** سزا لاءِ شريعت جو قانون.

**حَد فاصِل:** ث. ٻن شين کي جدا ڪندڙ وٿي.

**حد ڪرڻ:** اهڙي ڳالهه يا ڪم ڪرڻ، جنهن کان وڌيڪ ممڪن نه هجي- ڇيھ ڪرڻ- انتها تي پهچڻ.

**حَد نه رهڻ:** انتها تي پهچي وڃڻ- تڪميل ٿيڻ.

**حَدادُ:** ذ(ع) لوهار.

**حدَت:** ث(ع) تپش- گرمي.

**حَدس:** ذ. ساڙ- بغض- حسد.

**حُدُودُ:** ث(ع؛ حَدَ جو جمع) حدون.

**حُدود اَربعَ:** ث. چارپاسا- چار طرف (اتر. ڏکڻ. اولهه. اوڀر).

**حُدود اَرضِي:** ث. زمين جي حدبندي.

**حُدي:** ث(ع) اُٺ کي تکو هلائڻ لاءِ هڪ تنوار.

**حُدي خوان:** ص. تنواريندڙ- جَتُ.

**حَديثَ:** ث(ع) نبي سڳوري جي قول، فعل جي خبر. نئين ڳالهه. خبر. حڪايت.

**حديث سُنائڻ:** نئين ڳالهه ٻڌائڻ. هيڻا هيون مٺ هيون ڳالهيون ٻڌائڻ.

**حديثون ڪرڻ:** ڄٽيون ڪرڻ- تعديون ڪرڻ.

**حَديد:** ذ(ع) لوهه (ڌاتو).

**حَديقو:** ذ(ع) باغ- چمن. لوڙهي (ديوار) وارو باغ.

**حَذاقت:** ذ. مهارت- ڏاهپ.

**حَذَرُ:** ذ(ع) ڊپ- خوف. احتياط- خبرداري.

**حذر ڪرڻ:** پرهيز ڪرڻ. نٽائڻ- انڪار ڪرڻ.

**حَذرتون:** ظ. خيال سان- احتياط سان.

**حَذفُ:** ذ(ع) ڇنڪ. گهٽتائي- ڪمي.

**حُرُ:** ذ(ع) آزاد شخص (جو ڪنهن جو غلام نه هجي).

**حَرارَت:** ث(ع) تپش. گرمي- ڪاڙهو. هلڪو بخار.

**حرات غَريزي:** بدن جي قدرتي طاقت.

**حراسَت:** ث(ع) قيد- نظربندي. سنڀال- نگراني. تحويل.

**حَرامُ:** ص(ع) شريعت جي خلاف ناجائز ڪم. گناهه. بدڪاري. مردار. (ص) حرمت وارو- پاڪ (مثلاً مسجد الحرام وغيره).

**حَرامپائي، حَرامڙائي:** ث. لچائي- بدمعاشي.

**حرام جو مال:** ناجائز دولت. بيڪاريءَ جو ڪمايل.

**حرام جي هڏي پوڻ:** مفت جو مال کائڻ. رشوت ملڻ.

**حَرامخورُ:** ص. حرام کائيندڙ. مردار کائندڙ. ٻئي جي ڪمائي کائيندڙ. مفتخور.

**حَرامخوري:** ث. حرام جي حال تي گذران. بيڄڙائي. سستي- ڪاهلي.

**حَرامڙو:** ص. لچ- بدمعاش.

**حَرامزادگي:** ث. بيحيائي. ڪميڻپ. بدمعاشي. لچائي.

**حَرامزادو:** ص. حرامي. (ث. حرامزادي).

**حرامڪار:** ذ. زاني- بدڪار.

**حرامڪاري:** ث. بدڪاري- زنا.

**حرام ڪرڻ:** پليت ڪرڻ. خراب ڪرڻ. بدڪاري ڪرڻ. بيمزو يا تلخ ڪرڻ.

**حرام کائڻ:** ناجائز ڪمائيءَ جو مال کائڻ. رشوت وٺڻ.

**حرام کائُو:** ص. حرام کائيندڙ. حرامخور.

**حرام کي هٿ وجهڻ:** بڇڙا ڪم ڪرڻ.

**حرام مغز:** ذ. دماغ جو پٺيون حصو، جنهن جو تعلق ڪرنگهي جي هڏيءَ سان هوندو آهي.

**حرام موت مرڻ:** خودڪشي ڪرڻ.

**حَرامي:** ص. حرامزادو. لچ- شرير.

**حَرَبُ:** ث(ع) لڙائي- جنگ.

**حربگاهُ:** ذ. لڙائيءَ جو ميدان- رزمگاهه.

**حَربو:** ذ(ع؛ حَربة) جنگ جو هٿيار. اٽڪل. تجويز.

**حَرَجُ:** ذ(ع) نقصان- ڇيهو. زيان.

**حَرجانو:** ذ. نقصان جو عيوضو.

**حرز:** ث(ع) پناهه- بچاءُ. حفاظت.

**حرزِ جان:** پنهنجي سر جو بچاءُ.

**حِرصُ:** ذ(ع) لالچ- لوڀ. چهه- موهه. سڌ- هوس. هٻڇ.

**حرص ڪرڻ:** لالچ ڪرڻ. هٻڇ ڪرڻ.

**حرصائڻُ:** م. لالچائڻ- هرڪائڻ.

**حرص هوس:** لوڀ لالچ. بڇڙائيءَ وارو جذبو.

**حرصي:** ص. لالچي. سڌڙيو.

**حَرفُ:** ذ(ع) الف- بي جو هڪ اکر. سخن. ميار. مهڻو.

**حَرفُ اچڻ:** الزام اچڻ. ميار اچڻ.

**حرف اِستثناءُ:** ذ. علحيدگي يا نياري ڳالهه جي معني ڏيکاريندڙ لفظ.

**حرف اضافت:** ذ. ٻن اسمن يا ضميرن جي وچ ۾ نسبت ظاهر ڪندڙ حرف.

**حرف به حَرف:** ظ. اکر به اکر. لفظ به لفظ (بيان).

**حرف جَرُ:** ذ. گرامر موجب اسم يا ضمير جي پٺيان اچي لاڳاپو ڏيکاريندڙ لفظ. (۾. تي. وغيره)

**حَرفُ جُملو:** ذ. ٻن لفظن يا جملن کي ڳنڍيندڙ لفظ (۽. يا. وغيره).

**حرف حقاني:** حق تعاليٰ سان ڪيل اقرار.

**حَرف حڪايَت:** ڳالهه ٻولهه. شڪو و شڪايت.

**حرف رکڻ:** ميار رکڻ.

**حرف زني:** ث. تنبيهه. تنقيد.

**حرف ساڪن:** ذ. گرامر موجب جزم وارو اکر.

**حَرف شَناس:** ص. اکر سڃاڻندڙ. ٿورو پڙهيل.

**حَرف صَحيحُ:** ذ. 'الف- بي' ۾ "ا. و. ي" کان سواءِ باقي اکر.

**حرف صورت:** ذ. ڪنهن آواز مان ٺهيل لفظ.

**حرف عَطف:** ذ. حرف جملو.

**حَرف عِلَت:** ذ. ٻئي ڪنهن حرف سان گڏ جي اُچار ٺاهيندڙ اکر (ا. و. ي).

**حرف گير:** ص. نڪته چين- نقاد.

**حرف نه چوڻ:** ڪجهه به نه چوڻ- ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍڻ.

**حَرفُ ندا:** ذ. گرامر موجب خوشي، ڏک. عجب ڏيکاريندڙ حرف (او. شل. واهه. وغيره).

**حرف نسبت:** ذ. تعلق يا لاڳاپو ڏيکاريندڙ لفظ.

**حِرفَت:** ث (ع) ڌنڌو- پيشو. هنر- ڪاريگري. اٽڪل- ڪيڏ. چالاڪي- حيلو.

**حرفتبازي:** ث. چالاڪي. اٽڪلبازي.

**حرفتي:** ص. چالاڪ- ڏاهو. اٽڪلباز.

**حَرف حساب:** حساب ڪتاب ۾ آيل ميار- ميار جو حرف.

**حرف هَرو:** پڇاڻو. قول- ڳالهه. ڏورابو- مهڻو.

**حَرفي:** ص. مياري. ڏوهي.

**حَرڪَت:** ث (ع) چُرپر- جنبش. لوڏو. چال- هلتي. مستي- ڪيچل- چرانڊ. شرارت. اکرن کي زبر. زير. پيش وغيره جي نشاني- اعراب.

**حرڪت ڏيڻ:** لوڏڻ- چورڻ. اعرابون ڏيڻ.

**حرڪت ۾ برڪت هئڻ:** محنت جو ڦل ضرور حاصل ٿيڻ.

**حَرڪتي:** ث. حرڪت ڪندڙ. ڪيچل ڪندڙ. ڦيٽاڙو.

**حَرڪي:** ص (ع) چرندڙ- چرپر ڪندڙ- حرڪت وارو (واري).

**حَرڪي توانائي:** ث. ڪنهن شيءِ جي چرپر سبب پيدا ٿيندڙ قوت.

**حَرَمُ:** ذ (ع) ڪعبة الله جي چوديواري. نڪاح ۾ آيل عورت- زال. گهر جو زنانو حصو.

**حَرمَسَراءِ:** ث. گهر جو زنانو حصو.

**حرمان:** ذ (ع) مايوسي- نااميدي. محرومي. نپاڳ.

**حُرمَت:** ث (ع) عزت- احترام. پاڪائي. آبرو.

**حَرمِرو:** ذ. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم- هرمل.

**حَرَمَين:** ذ (ع) ٻه حرم (مڪه معظمه ۽ مدينه منوره).

**حُروف:** ذ (ع: حرف جو جمع) اکر.

**حُروف تهجي:** ث. 'الف- بي' جا اکر.

**حُروف مُرَڪب:** ذ. ٻن يا ڏيڪ لفظن مان ٺهيل لفظ.

**حُروف مُفرد:** ذ. "الف- بي" جو هرهڪ جدا جدا اکر.

**حُريَت:** ث (ع) آزادي.

**حُريت پسند:** ص. وطني آزاديءَ جو حامي. آزادي پسند.

**حَرير:** ذ (ع) پٽ- ريشم. ريشمي ڪپڙو.

**حَريري:** ص. ريشم وارو- سلڪي- ريشمي. تمام سنهو.

**حَريصُ:** ص (ع) لالچي- هَوَسي. هٻڇي.

**حَريفُ:** ص (ع) ساڳئي ڌنڌي وارو. رقيب. مقابل. مَٽ- برابر.

**حَريم:** ذ (ع) گهر جي چار ديواري. گهر- مڪان.

**حزبُ:** ذ (ع) جٿو- ٽولو- گروهه.

**حزبِ اختلاف:** ذ. اسيمبليءَ ۾ حڪومت جي مخالف ڌر- اپوزيشن.

**حزبِ اقتدار:** ذ. حڪومتي ڌر- سرڪاري جماعت.

**حزب الاحرار:** ذ. آزاد ماڻهن جي جماعت.

**حزب مُخالفُ:** ذ. مخالف ڌر- حزب اختلاف.

**حُزنُ:** ذ (ع) ڏک- غم- افسوس.

**حَزينُ:** ص (ع) غمگين- ڏکارو.

**حسُ:** ذ (ع) حواس سان ڇهڻ يا محسوس ڪرڻ. حواس.

**حس باطني:** ث. دلي احساس- ضمير.

**حس ظاهري:** ث. ظاهري حواس.

**حِسَابُ:** ذ (ع) ڳاڻيٽو- شمار. ميزان- جوڙ. حساب ڪتاب. رياضيءَ جو اصول (زباني حساب. تحريري حساب). طريقو- ڍنگ. وهنوار. ڀل- رولو. جن ڀوت جو اثر- لڳت.

**حساب ٿيڻ:** جن ڀوت جو اثر ٿيڻ. قيامت جي ڏينهن عملن جي پڙتال ٿيڻ- پڇا ٿيڻ.

**حساب جوڙڻ:** ٽوٽل ڪرڻ- جوڙ ڪرڻ.

**حساب چُڪائڻ:** ڏيني ليتي صاف ڪرڻ- اڳيون پويون حساب چُڪتو ڪرڻ.

**حسابدان:** ذ. حساب جو ماهر- رياضيدان.

**حِسابُ ڏيڻ:** ليکو ڏيڻ. وَهنوار ڏيڻ. نتيجو پوڳڻ.

**حساب رکڻ:** وهنوار رکڻ. حساب داخل ڪرڻ.

**حِسابُ ڪتابُ:** ذ. ليکو چوکو. ڏيتي ليتي.

**حساب ڪرڻ:** ليکيو ڪرڻ- ڳڻپ ڪرڻ. وهنوار ڪرڻ. پڇاڻو ڪرڻ.

**حساب ڪان ٻاهر:** بيحد. بيشمار.

**حساب لڳائڻ:** تخمينو لڳائڻ- اندازو ڪرڻ.

**حساب ۾ اچڻ:** پڇاڻي ۾ اچڻ.

**حساب ۾ نہ هئڻ:** ڪا بہ حيثيت نہ رکڻ.

**حساب نہ لڳڻ:** يادگيري نہ ٿيڻ.

**حسابُ وٺڻ:** خرچ جو تفصيل وٺڻ. ليکو وٺڻ. وهنوار وٺڻ. گذريل ڀل چڪ جو حساب چُڪائڻ. بدلو وٺڻ.

**حِسابي حسابُ:** ظ. ليکي سان- وهنوار سان. ڪنهن بہ وقت وهنوار پري ڏيڻ لاءِ ٻڌل.

**حَساسُ:** ص (ع) جُنهن سان محسوس ڪندڙ. تيز فهم. يڪدم اثر وٺندڙ.

**حَساسيَت:** ث. جلد محسوس ڪرڻ جي قوت.

**حُسامُ:** ث (ع) تلوار- ترار.

**حَسانُ:** ذ (ع) تمام بهتر. عقلمند. (اسم خاص) اسلام جو وڏو شاعر ۽ مدح خوان حضرت حسان بن ثابت رضہ.

**حَسبُ:** ظ (ع) موجب- پٽاندر- مطابق.

**حَسب اِتفاق:** ظ. اوچتو- اتفاق سان- جنهن جي توقع يا امڪان نہ هجي.

**حَسبُ الامڪان:** ظ. جيترو ٿي سگهي.

**حَسبُ الحُڪم:** ظ. حڪم موجب- فرمان مطابق.

**حَسبُ المُراد:** ظ. مرضي يا خواهش موجب.

**حَسب تَوفيق:** ظ. پڄندي ۽ سارو- حيثيت آهر.

**حَسب حالَ:** ظ. حال سارو- حالت پٽاندر.

**حَسب دَستُور:** ظ. دستور موجب. هلي چلي مطابق. هميشہ وانگر. اڳين عادت موجب.

**حَسب ذَيل:** ظ. هيٺين ۽ موجب. هيٺ ڄاڻايل حوال مطابق.

**حَسب ضابطہ:** ظ. قاعدي موجب. قانون مطابق.

**حَسب مَعمُول:** ظ. عادت موجب. عام طرح.

**حَسب مقدار:** ظ. حيثيت آهر- پُڄت سارو.

**حَسب مَنشا:** ظ. مرضي مطابق. ارادي موجب.

**حَسَبُ:** (ع) نسل- پيڙهي. اصل نسل. شمار- ڳڻپ.

**حَسَبُ نَسَبُ:** ذ. خانداني سلسلو. بڻ بنياد. پيڙهي- خاندان.

**حَسَدُ:** ذ (ع) ريس- ساڙو. بغض. عداوت. بد خواهي.

**حَسد رکڻ:** دشمني رکڻ. سڙڻ- پچڻ- نہ سهڻ.

**حَسرَت:** ث (ع) آرزو- تمنا. غم- افسوس. پشيماني.

**حسرت انگيز:** ص. ارمان پيدا ڪندڙ- حسرت آڻيندڙ.

**حسرت ڀريو:** ارمان وارو- شوق سان ڀريل.

**حسرت پوري ڪرڻ:** دل جو ارمان ڪڍڻ- خواهش يا آرزو پوري ڪرڻ.

**حسرت جون هنجون هارڻ:** پنهنجي قسمت کي روئڻ.

**حسرت رهڻ:** ارمان رهجي وڃڻ- خواهش دل ۾ ئي رهڻ.

**حسرت زده:** ص. غم جو ماريل- غمگين.

**حسرت کڻي وڃڻ:** خواهش پوري ٿيڻ بنا مري وڃڻ- ارمان اڌورا رهجي وڃڻ.

**حَسَنُ:** ص (ع) ڀلو- عمدو- سهڻو.

**حُسنُ:** ذ (ع) سونهن- جوڀن- جمال. روپ- سهڻائي. خوبي.

**حُسن آرا:** ص. سونهن وڌائيندڙ- حسن جو شان وڌائيندڙ.

**حُسنُ اَخلاق:** ذ. سٺا لڇڻ- سچائي.

**حُسناڪُ:** ص. حسن وارو- سهڻو.

**حُسن انتظام:** سهڻو بندوبست.

**حُسن بَيان:** خوش بياني- اثرائتو ۽ وڻندڙ ڳالهاءُ.

**حُسن تَدبيرَ:** ث. سهڻي رٿ. سهڻي اٽڪل. سٺي تجويز.

**حُسن پَرست:** ص. سونهن کي پسند ڪندڙ. حَسينن تي موهت ٿيندڙ.

**حُسن سُلوڪ:** سٺو ورتاءُ- سهڻي روش.

**حُسن صَبيح:** ذ. ڳوراڻي- اڇو رنگ.

**حُسن طَلَب:** ث. گهرڻ جو سهڻو طريقو- سهڻي نموني سان ڪيل گهر.

**حُسن ظَنُ:** ذ. سهڻو گمان. نيڪ خيال. سٺي راءِ.

**حُسن مَليح:** ذ. سانوراڻي- ڪڻڪ رنگت.

**حُسن يوسف:** ذ. حد درجي جي سونهن- تمام گهڻو حُسن.

**حُسني:** ث. بيحد سهڻي عورت. عورت جو نالو.

**حَسني:** ص. امام حسن عليہ السلام جو اولاد- سادات جي هڪ ذات- پير.

**حَسِيب:** ص (ع) سُٺي حسب نسب وارو. بزرگ. خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**حَسِينُ:** ص (ع) حُسن وارو- سهڻو. وڻندڙ. سينگاريل. (ث. حَسِينه).

**حَسِين و جَمِيل:** تمام سهڻو- نهايت خوبصورت- حُسن ۽ جمال سان ڀرپور.

**حُسِيني:** ث. هڪ راڳ جو نالو. شاه جي رسالي جو هڪ سُر.

**حُسِيني راڳ ڪرڻ:** ساڳي ڳالھ وري وري ڪرڻ.

**حُسِيني:** ص. امام حسين عه جو پيروڪار. امام حسين جو اولاد- سيد.

**حَشاشُ بَشاشُ:** ص. نهايت خوش. تندرست ۽ خوش.

**حَشامُ:** ذ (ع: حشام) انبوه- ميڙ. لشڪر. هُل. دانهون ڪوڪون.

**حَشَرُ:** ذ (ع) قيامت جي ڏينهن واري جيئرو ٿي اُٿڻ جي حالت. قيامت. حضرت امام حسين جي شهادت جي ڏينهن جو ماتم. روح راڙو. هُل گوڙ.

**حَشَر مچائڻ:** هُل هنگامو ڪرڻ. روح راڙو ڪرڻ. ماتم ڪرڻ.

**حَشرات:** ذ (ع) سنهاٽلها جيت. جيت جنيا. سُرندڙ جيت. حَشرات الارض.

**حَشري:** ث. واويلا- ماتم. هُل- گوڙ. خواري.

**حشري لائي ڏيڻ:** ڏاڍو تنگ ڪرڻ. بدنام ڪرڻ.

**حَشَمُ:** ذ (ع) عملو- اٿالو- خدمتگار- نوڪر چاڪر.

**حَشمَتَ:** ث (ع) رعب تاب- دبدبو. ڏيان. شان شوڪت. ٺٺ. مان شان. دهشت- ڏکو.

**حشمت ويهارڻ:** دبدبو رکڻ- ڄمت ڪرڻ.

**حَشمتِي:** ص. رعب تاب وارو- دبدبي وارو.

**حَشو:** ذ (ع) ڀرتي ۽ جي شيءِ (جيئن وهاڻي جو ڀراءُ). شعر ۾ ڀراءُ جا لفظ. ڀرتي ۽ وارو شعر.

**حَشيشَ:** ث (ع) ڀنگ.

**حصارُ:** ث (ع) چوڌيواري- عالم پناه. ڪوٽ- قلعو. گهيرو.

**حصائتو:** ظ. حصي وارو. ڀاڱن ۾. ورڇ موجب.

**حصو:** ذ (ع: حصه) ٽڪرو- پتي- ڀاڱو. ورڇ ۾ آيل ڀاڱو. ونڊ.

**حصو بخرو:** ذ. پتيون- ڀاڱا- ٽڪرا. ورهاست.

**حصو پتي:** ذ. ورڇ- ونڊ- ڀاڱو.

**حصيدارُ:** ص. ڀائيوار- ڀتيارُ.

**حصيداري:** ث. ڀائيواري- شراڪت.

**حِصي رَسي، حصي رسد:** ث. هڪجهڙن حصن ۾ ورهاست. رياضي ۾ موجب ورهاست ۾ هڪجهڙائي آڻڻ جو طريقو.

**حصيرو:** ص. حصيدار- ڀائيوار. (ظ) نسبت سان- حصي رسد.

**حُصُولُ:** ذ (ع) حاصلات- اُپت- آمدني. وصولي. نفعو.

**حَضَرُ:** ذ (ع) موجودگي. هڪ هنڌ قيام. وطن ۾ رهائش.

**حَضَرات:** ذ (ع) "حضرت" جو جمع. حاضرين.

**حَضَرتُ:** ذ (ع) بزرگن ۽ حاڪمن لاءِ عزت ڀريو خطاب. سڳورو.

**حُضُورُ:** ث (ع) بزرگ جي مجلس. حاڪم جي دربار. معزز ماڻهو کي مخاطب ڪرڻ جو لفظ.

**حُضور ۾:** ظ. حاضري ۾. خدمت ۾. درگاه يا دربار ۾.

**حُضُور والا:** جناب عالي- سائين منهنجا.

**حُضُوري:** ث. نزديڪي- ويجهڙائي. موجودگي- حاضري. (ص) حضور ۾ پهتل.

**حَطَبُ:** ث (ع) ڪاٺي- لڪڙي. لڪُن- لٺ.

**حظُ:** ذ (ع) لذت- مزو. خوشي- سرهائي.

**حظُ نفساني:** ذ. حيواني خوشي- نفساني لذت.

**حفاظت:** ث (ع) سلامتي- پناه. سنڀال- نگراني.

**حفاظت ڪرڻ:** سنڀال ڪرڻ. بچاءُ ڪرڻ.

**حفاظتي ٽُڪا:** ذ. ٻارن کي خطرناڪ بيمارين کان بچاءَ لاءِ هنيا ويندڙ ٽُڪا.

**حفظُ:** ذ (ع) حفاظت- سنڀال. (ظ) ياد- برزبان.

**حفظ ڪرڻ:** ياد ڪرڻ (قرآن شريف).

**حِفظ اَمن:** ذ. امن امان قائم رکڻ- امن جي سنڀال.

**حفظانِ صحتَ:** ث. جسم جي حفاظت- تندرستي.

**حِفظُ ماتَقدُمِ:** ذ. اڳواٽ بچاءُ. اڳواٽ بندوبست. حفاظت لاءِ پيش بندي.

**حفظ مَراتب:** ذ. مرتبي جو لحاظ. حيثيت سارو عزت.

**حَفِيظُ:** ص (ع) محافظ. نگهبان. بچائيندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**حَقُ:** ذ (ع) سَچ- صدق. ذميداري- فرض. دعوي. عدل- نياءُ. بدلو- عيوض. مزوري. مڙس- ڪانڌ. خدا جو هڪ صفاتي نالو- حق تعاليٰ. (ص) سچو. درست. نيڪ. بجا. روا. جائز- مباح.

**حق ادا ڪرڻ:** فرض پورو ڪرڻ. ذميداري پوري ڪرڻ. صحيح انصاف ڪرڻ. هر ڪنهن کي پنهنجو حصو ڏيڻ.

**حَقُ اليَقين:** ذ. سچو يقين- اکين ڏٺي مشاهدي واري پڪي ڄاڻ.

**حَق بَجانبُ:** ظ. سچ يا حق جي پاسي. حق تي- درست.

**حَقُ بخشائڻ:** ذ. چوڪريءَ کي سڄي عمر ڪنواري رهڻ لاءِ قرآن شريف سان لائون ڏيارڻ جي رسم.

**حَق بخشي ويهڻ:** نڪاح نه ڪرڻ- بنا شادي عمر گذارڻ.

**حَق بِينُ:** ص.انصاف ڪندڙ.

**حق ٻوڙڻ:** بي انصافي ڪرڻ.حق غصب ڪرڻ.

**حَق ڀڃڻ:** مڙس سان بيوفائي ڪرڻ (عورت جو).

**حَق تاليف، حَق تَصنيف:** ذ.ڪتب لکڻ جو حق- ڪاپي رائيٽ.

**حَق تعاليٰ:** ذ.خدا- الله تعاليٰ.

**حَق تَلفي:** ث.حق مارڻ (زور زبردستي سان).نا انصافي.

**حَق پَرست:** ص.خدا کي مڃيندڙ.سچائي ۽ کي پسند ڪندڙ.عادل.

**حَق پَرستِي:** ث.حق جي مڃتا.انصاف- عدل.سچائي ۽ تي هلڻ جي حالت.خدا جي حڪمن جي پيروي.

**حق حساب:** ذ.ريت ڀت- ليکو چوکو- حساب ڪتاب.

**حَق حَق ڪرڻ:** خدا جو نالو وٺڻ- ذڪر ڪرڻ.انصاف ڪرڻ.

**حَقَ حُقوقَ:** ذ.واجبات.ذميداريون.

**حق حَلال:** ص.جائز- روا- مُباح.

**حَقدارُ:** ص.حق رکندڙ.جائز وارث.

**حَقداري:** ث.ذاتي حصو.وسطيداري.

**حَق رَسي:** ث.انصاف- عدل.دادرسي.

**حق شَرَع:** ث.مڙس ۽ زال جو هڪٻئي تي شرعي حق.

**حق شرع پاڙڻ:** مڙس جو پنهنجي نڪاح ٻڌي زال سان همبستر ٿيڻ.

**حَقُ شَفَعه:** ذ.پاڙيسري هئڻ جو حق.پنهنجي گهر يا زمين جي پرواري گهر يا زمين خريد ڪرڻ جو قانوني حق.

**حقُ شَناسُ:** ص.قدردان.فرض سڃاڻندڙ.

**حق شناسِي:** ث.سچ جي سڃاڻپ.احسانمندي.قدرداني.

**حق فِروشِي:** ث.بي ايماني- بد دیانتي.

**حَقُ ڪرڻ:** نياءُ ڪرڻ.صحيح فيصلو ڪرڻ.نڪاح ڪرڻ- شادي ڪرڻ.

**حق گُذار:** ص.انصاف ڪندڙ.

**حَق گو:** ص.سچ چوندڙ- سچار.

**حَقِ گوئِي:** ث.سچ چوڻ.سچي ڳالهه ڪرڻ.

**حَق ۾:** ظ.باري ۾- بابت.حمايت ۾.

**حَق ۾ رهڻ:** بيواهه عورت جو ٻي شادي نه ڪرڻ.

**حَق مارڻ:** حق غصب ڪرڻ- حق ٻوڙڻ.

**حق مُبِين:** ذ.پڌرو حق سچ.

**حق مُهر:** ذ.گهوٽ طرفان ڪنوار کي مهر طور ڏنل شيءِ.خرچو.

**حَقُ ناحَقُ:** ظ.خواه مخواه.هرو ڀرو.سبب يا بنا سبب جي.

**حق ناشناس:** ص.احسان فراموش- بي شڪرو.

**حَقِ نَمڪَ:** ذ.مالڪ جو نوڪر تي حق- وفاداري- خير خواهي.

**حق وڍڻ:** ورثو ڦٻائڻ- حق غصب ڪرڻ.

**حَقا:** ظ.حق آهي- ٺيڪ آهي.تحقيق- سچ پچ- يقيناً.

**حَقابو:** ذ (ع: حَق + ف: آب) پوک لاءِ ڪم آندل پاڻي ۽ جو معاوضو (جيڪو مالڪ زميندار کان وٺندو هو).پاڻي ۽ جو حق.

**حقارَتَ:** ث (ع) ڌڪار- نفرت.ڪراهت.

**حقارت جي نظر سان ڏسڻ:** ٻئي کي نيچ ڪري سمجهڻ.

**حَقانو:** ذ.حق جي ڳالهه.

**حَقانِي:** ص.حق وارو.صحيح- سچو.

**حَقانِيَت:** ث.سچائي- حقيقت.

**حَقائو:** ذ.مڙس- ڪانڌ.(شاهه.)

**حَقائتو:** ص.حقي- صحيح.انصاف موجب.

**حَقائِقُ:** ذ (ع) "حقيقت" جو جمع- حقيقتون.

**حُقنو:** ذ (ع) طب جي اصطلاح ۾ پچڪاري ۽ ذريعي پاخانو آڻڻ.

**حُقو:** ذ (ع) تماڪ ڇڪڻ لاءِ ٺڪر يا ڌاتوءَ مان ٺهيل گهگهي ۽ جهڙو ٿانءُ.

**حُقا ڀرڻ:** غلامي ڪرڻ- ذليل ٿي گذارڻ.

**حُقو تازو ڪرڻ:** حقي جو پاڻي بدلائڻ.

**حُقو ٽيڪڻ:** حقو ڀري ويهي پيئڻ.ڪوبه ڪم ڪار نه ڪرڻ.

**حُقو پاڻي:** برادري.دوستي ۽ جو دائرو.

**حُقو پاڻي بند ڪرڻ:** برادري ۽ مان ڪڍي ڇڏڻ.

**حُقي بردار:** ص.حقو کڻي هلندڙ- گهٽ درجي جو نوڪر.

**حُقُوق:** ذ.(ع: حَق جو جمع) فرض.جوابداريون.

**حُقوق اللّه:** ذ.خدا تعالي جا انسان تي حق (عبادت ڪرڻ ۽ حڪم مڃڻ).

**حُقوق العباد:** ذ.انسانن جا حق.ماڻهن جا ماڻهن تي حق.انساني فرض.

**حَقِي:** ص.حق وارو.حق رکندڙ.حقدار.

**حَقِي وارث:** ذ.شريعت موجب وارث- سچو پچو وارث.

**حَقيرُ:** ص (ع) حقارت جي لائق- نفرت جوڳو.نيچ- خَسِيس- دني.ڌڪاريل.بي پهچ- هيڻو.

**حَقيقَتَ:** ث (ع) اصليت.سچائي.سچي ڳالهه.بيان- احوال.ماجرا.

**حقيقت کُلڻ:** اصليت پڌري ٿيڻ.ڪيفيت معلوم ٿيڻ.

**حقيقت حال:** ذ.پنهنجي اندر جي حقيقت.سچو بيان.

**حقيقت شناس:** ص.حقيقت سڃاڻندڙ- سچ پرکيندڙ.

**حَقيقتاً:** ظ. حقيقت ۾ - سچ پچ.
**حَقيقي:** ظ(ع) سچو - صحيح. اصلي.
**حَقيو:** ص. حقي - حق وارو - سچو. پڪو - پختو.
**حَڪاڪ:** ص(ع) ورينجهار.
**حُڪام:** ص (ع: حاڪم جو جمع) حڪومت ڪندڙ. حڪم هلائيندڙ. بالا عملدار.
**حڪايَت:** ث (ع) آکاڻي - ڪهاڻي. قصو - داستان. بيان - احوال. روايت.
**حَڪَمُ:** ذ(ع) امين - ثيا ڪڙ. ترجمان. منصف.
**حَڪمي:** ث. ثيا ڪڙي - مصلحت.
**حَڪَمُ:** ذ. سنڌي مڇي ءَ جو هڪ قسم - سانا.
**حُڪَمُ، حُڪمُ:** ذ (ع) فرمان - اَمر. سرڪاري قاعدو. تاس راند ۾ پوئيل رنگ - ٽرپ.
**حُڪم احڪام:** ذ. فرمودو - ڪارروائي.
**حُڪم امتناعي:** ذ. ڪنهن عمل ڪان منع ڪرڻ جو حڪم (جيڪو عدالت جاري ڪري).
**حُڪمان حُڪم، حُڪمانُ حُڪمي:** ظ. حڪم جي زور سان. ڏاڍائي ءَ سان. زوري زبردستي.
**حُڪم بجا آڻڻ:** حڪم جي تعميل ڪرڻ.
**حُڪم بردار:** ص. حڪم مڃيندڙ - نوڪر - تابعدار.
**حُڪم ٽوڙڻ:** نافرماني ڪرڻ - بغاوت ڪرڻ.
**حُڪم جو ٻندو:** ذ. چئيوان - فرمانبردار. غلام.
**حُڪم ڏيڻ:** فتوي ڏيڻ. اجازت ڏيڻ. هدايت ڪرڻ.
**حُڪم هلائڻ:** امر ڪرڻ - حڪم ڏيڻ. حڪومت ڪرڻ. جبر ڪرڻ.
**حُڪمرانُ:** ص. حڪم هلائيندڙ. فرمانروا - حاڪم.
**حُڪمراني:** ث. حڪم هلائڻ جا اختيار. فرمانروائي - حڪومت.
**حُڪمنامو:** ذ. لکت ۾ حڪم. تحريري هدايت.
**حُڪمون:** ظ. زوري - زبردستي - جبراً.
**حُڪمي ٻندو:** ص. حڪم جو نوڪر. چئيوان. تابعدار.
**حُڪماء:** ذ(ع) "حڪم" جو جمع. ڏاها. فيلسوف.
**حِڪمَت:** ث (ع) ڏاهپ - دانائي - عقل. علم. تدبير - ڪيدُ. طبابت جو فن.
**حِڪمت آميز:** ص. خاص مطلب وارو. سياڻپ يا ڏاهپ وارو.
**حِڪمَت الاهي:** ث. باري تعالي ءَ عقليت تي بحث جو علم. خدا جي مرضي.
**حِڪمَت عَمَلي:** ث. عمل جي ڏاهپ. تجربي مان حاصل ٿيل علم. ملڪي تدبير. سياست. چالاڪي. هوشياري.
**حِڪمت ڪرڻ:** تدبير ڪرڻ. طبابت ڪرڻ.
**حِڪمَتي:** ص. حڪمت وارو - ڏاهپ پريو. چالاڪ - هوشيار - حرفتي.
**حُڪُومَت:** ث(ع) بادشاهي. فرمانروائي. سلطنت.
**حَڪيمُ:** ص (ع) ڏاهو - داناءُ - سياڻو. فيلسوف. عالم فاضل. وئيج - طبيب. خدا تعالي جو هڪ صفاتي نالو.
**حڪيم طبيب:** سني ڦڪي ڏيندڙ - ڊاڪٽر وئيج.
**حَڪيماڻو:** ص. حڪمت پريو - طبيبڪو.
**حَلُ:** ذ(ع) ڏکئي ڪم کي آسان ڪرڻ. مشڪل مسئلي جو سنجهڻ. سمجهاڻي - جواب. پڄڻي. ميلاپ. پيهڻ - گهوٽڻ.
**حَل ٿيڻ:** ڳنڍ وڇڙ ٿيڻ - ملي هڪ ٿي وڃڻ. منجهيل شيءِ آسان ٿيڻ
**حَل پذيري:** ث. مادي جي تحليل ٿيڻ جي صلاحيت.
**حَلُ ڪرڻ:** سلجهائڻ. پڄڻ (حساب). آسان ڪرڻ. حاصل ڪرڻ (عبور). شين کي ڳاري پاڻ ۾ ملائڻ - ڳارڻ (پاڻي ۾).
**حَلاجُ:** ص (ع) پڃارو. (اسم خاص) مشهور صوفي حسين بن منصور جو لقب.
**حَلال:** ص(ع) شرع مطابق روا - جائز - مباح. ذبح ڪيل جانور.
**حَلال ٿيڻ:** جائز ٿيڻ - روا ٿيڻ.
**حَلال خورُ:** ص. حلال جي ڪمائي ڪندڙ. پاليشهي - ڀنگي.
**حَلال ڪرڻ:** شريعت موجب ذبح ڪرڻ (جانور).
**حَلال ڪري کائڻ:** جائز نموني سان ڪائڻ. ايمانداريءَ سان پورهيو ڪرڻ جي عيوض مليل اجرت مان گذر ڪرڻ.
**حَلالہ:** ث. طلاقيل عورت. جيڪا ٻئي مڙس سان نڪاح ڪري وري پهرئين مڙس سان نڪاح ڪري.
**حَلالي:** ص. جائز - صحيح (اولاد).
**حَلالي چَمڙ:** ص. ذبح ڪيل جانور جي کل مان نهيل چم. وفادار.
**حَلالي ڦَر:** ذ. حق حلال جو تخم - جائز طريقي ۾ پيدا ٿيل ٻار.
**حَلاوَت:** ث(ع) مٺاڻ - مٺاڄ. ذائقو - لذت.
**حَلفُ:** ذ(ع) قسم - سنهن.
**حَلف مَنصب:** ذ. عهدي وٺڻ وقت وفاداريءَ خير خواهيءَ جو قسم.
**حَلف نامو:** ذ. تحريري قسم نامو.
**حَلقُ:** ذ(ع) نڙي - نڙگهٽ. ڳچي - گردن.
**حَلقي حَرفَ:** ذ. نڙيءَ مان آواز ڪڍندڙ اکر (ح.خ.ع.غ.ق).

**حَلقو:** ذ (ع) گهيرو- دائرو- گول. ڪڙو- چلو. هم خيال ماڻهن جو گروهه. علائقو- حد.

**حلقو ٻڌڻ:** چوڌاري گولائي ۾ ويهڻ.

**حلقه انتخابُ:** ذ. اهو علائقو جنهن ۾ رهندڙ ماڻهو پنهنجو نمائندو چونڊين- چونڊ جو تڪ.

**حلقه بگوش:** ص. غلام- ٻانهو- مطيع.

**حَلقه بگوشي:** ث. غلامي- ٻانهپ- اطاعت.

**حِلمُ:** ذ (ع) سهڻ جو مادو- سهپ. تحمل. بردباري. نرم دلي. ڪامڻ- جادو.

**حُلو:** ذ (ع) چوغو- جبو. بهشتي لباس.

**حُلوانُ:** ذ (ع: حلوان) ڇيلو (ٻڪريءَ جو ٻچو). ڇيلي جو گوشت. ڳاڙهي رنگ جو سوٽي ڪپڙو.

**حُلُولُ:** ذ. (ع) هڪ شيءِ جو ٻيءَ ۾ پيهي حل ٿي وڃڻ. واسو (جن ڀوت جو).

**حَلوو:** ذ (ع: حَلاوَه) مٺائيءَ جو هڪ قسم (ڳيهه. نشاستي، ميديءَ کنڊ مغزيات وغيره مان ٺهيل).

**حَلوو پُوري:** ذ. عمدو طعام- مال مليدو.

**حلوي پُوري سان ڪم هئڻ:** فقط پنهنجي طلب جو خيال رکڻ.

**حلوو سمجهڻ:** ڪنهن ڪم کي آسان سمجهڻ.

**حلوو ماني ڪري وڃڻ:** جلدي کائي ختم ڪرڻ. خرچ ڪري ڇڏڻ.

**حَلوائِي:** ص. مٺائي ٺاهيندڙ- حلوي وارو.

**حَلِيفُ:** ذ (ع) معاهدي ۾ ڪا ٻه هڪ ڌر. ساٿي- رفيق.

**حَلِيمُ:** ص (ع) بردبار. نرم مزاج. نهٺو. نرم- ڪونئرو. هڪ قسم جو طعام (اناج. داليون. گوشت. مصالحو رڌي ڳاري نرم ڪيل).

**حَلِيمُ سُياءُ، حَلِيمُ طَبعَ:** ص. نرم مزاج- بردبار.

**حَلِيمائي:** ث. قوت برداشت- سهپ جي طاقت.

**حَلِيمان:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**حُليو:** ذ (ع: حُليه) شڪل- صورت- شبيهه.

**حُليو بگاڙڻ:** بري حالت ڪرڻ. تعدي ڪرڻ.

**حمار:** ذ (ع) گڏهه جهڙو هڪ قسم جو جانور.

**حماقَتَ:** ث (ع) بيوقوفي- اياڻپ.

**حَمالُ:** ص (ع) مزور. بار ڍوئيندڙ (خاص ڪري ڪوئلين. گودامن يا ڪارخانن ۾ ڳوٺيون ڍوئيندڙ).

**حَمالي:** ث. مزوري (ڳوٺين ڍوئڻ جي).

**حِمامُ، حَمامُ:** ذ (ع) وهنجڻ خانو- غسل خانو (جنهن ۾ گرم پاڻي ملي). دوائن يا مصالحي ڪٽڻ لاءِ ڌاتوءَ مان ٺهيل اکري.

**حمام دستو:** ذ. ڌاتوءَ مان ٺهيل اکري مُهري.

**حُمامُ:** ذ (ع) ٻاڦ- تپش. گرمي.

**حَمائل:** ث (ع) ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جو هڪ ڳهه- تائٿ. تمام ننڍڙي تختي وارو قرآن شريف (جيڪو تعويذ وانگر ڳچيءَ ۾ ٻڌجي).

**حَمائل ڪرڻ:** ڪنهن به ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جهڙو (تلوار، صندوق لاءِ).

**حمايَتَ:** ث (ع) طرفداري- پاسخاطري. مدد- پٺڀرائي.

**حمايَتي:** ص. مددگار. طرفدار. واهرو.

**حَمدَ:** ث (ع) ڌڻيءَ تعالي جي ساراهه.

**حَمد و ثَنا:** ث. ساراهه ۽ واکاڻ. 'حمد' فقط خدا جي لاءِ آهي ۽ 'ثنا' انسان جي به ٿي سگهي ٿي.

**حَمدُ:** ذ (ع) شڪرانو (ڌڻي تعالي جو).

**حَمزو:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو.

**حَمَلُ:** ذ (ع) بار. پيٽ- اميدواري. هڪ آسماني برج- ميک.

**حَمل ڪيرائڻ:** بار ڪيرائڻ. ڪهائي ڪرڻ.

**حَملو:** ذ (ع) هلان- ڪاهه- جلهه.

**حَملي آورُ:** ص. ڪاهه ڪندڙ- چڙهائي ڪندڙ.

**حَميت:** ث (ع) غيرت- شرم. ننگ.

**حَميدُ:** ص (ع) ساراهيل- واکاڻيل. خدا تعالى جو صفاتي نالو.

**حَميرُ:** ص (ع) بهادر- سورهيه- وير. (اسم خاص) سنڌ جي هڪ سومري حاڪم جو نالو.

**حُميرا:** ث (ع) ڳاڙهي رنگ جي. عورت جو نالو.

**حَميراڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**حِنا:** ث (ع: حَنا) ميندي.

**حِنائي:** ص. مينديءَ وارو- مينديءَ جهڙو.

**حَنان:** ذ (ع) بيحد بخشيندڙ- رحمت ڪندڙ.

**حَنبَلُ:** ذ (ع) فقه جو هڪ امام (احمد بن حنبل).

**حَنبلِي:** ص. امام احمد بن حنبل جو پيروڪار. سني مسلمانن جو هڪ فرقو.

**حَنجري:** ث. (ع) نڙگهٽ- گهو. جهجهه (ساز).

**حَنظَل:** ذ (ع) ٽوهه (وڻ ۽ ڦل).

**حَنَفي:** ص (ع) امام ابو حنيفه جو پوئلڳ. سني مسلمانن جو هڪ فرقو.

**حَنيفُ:** ص (ع) حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين کي مڃيندڙ. سچي دين (اسلام) کي مڃيندڙ. پڪو مسلمان.

**حَوا:** ث (ع) حضرت آدم عليه السلام جي زال ۽ انسان ذات جي ماءُ.

**حوادث:** ذ.(ع: حادثہ جو جمع) حادثا- واقعا.

**حَواري:** ص (ع) دوست- يار. مريد- پوئلڳ. حضرت عيسي عليہ السلام جو دوست.

**حَواسُ:** ذ (ع: حاسہ جو جمع) انسان جي ڏسڻ وائسڻ ۽ ڇهڻ جي قوت (پنج حواس: اکيون، ڪن، نڪ، وات، هٿ). هوش- عقل.

**حَواس باختہ:** ص. وائڙو- حيران. هڪو ٻڪو.

**حَواس خُمسہ:** ذ. پنج حواس (چکڻ، ٻڌڻ، ڏسڻ، ڇهڻ، سنگهڻ).

**حَواشِي:** ذ (ع: حاشيہ جو جمع) ڪنارا. حاشيءَ ۾ لکيل وضاحت.

**حَوال:** ذ. احوال- روئداد. خبر چار. معلومات.

**حَوالاتُ:** ذ (ع) سپردگي- تحويل. ٺاڻي جو ننڍو جيل. جيل- قيد.

**حَوالُدارُ:** ص (ع) حوالات سنڀاليندڙ. پوليس يا فوج جو ننڍو عملدار. سپاهين جو اڳوان- نائڪ.

**حَوالو:** ذ (ع) ڪتاب جي لکت مان ڪنيل معلومات بابت اشارو. اهڃاڻ.

**حوالو ڏيڻ:** ڪتاب ۾ لکيل ڳالهہ بابت اشارو ڏيڻ.

**حَوالي ڪرڻ:** قبضي ۾ ڏيڻ- سپرد ڪرڻ. ذمي ڪرڻ.

**حَوالِي:** ص. حوال ڪندڙ- ڳالهير. بڪ ٻڪيو.

**حوالي موالي:** دوست يار- همدم.

**حوائج:** ذ (ع: حاجت جو جمع) گهرجون- ضرورتون.

**حَوائج ضروري:** ذ. ضروري ڪم. ڪاڪوس وغيره جي ضرورت.

**حُوتُ:** ذ (ع) وڏي مڇي. هڪ آسماني برج.

**حود:** ذ. حوض- هَودي.

**حَودو:** ذ. ٽانڪي جو ننڍو.

**حُورُ:** ث (ع) بهشت جي حسين عورت. سهڻي عورت. (ص) سهڻي- حَسين.

**حُورپَري:** ص. تمام سهڻي- نهايت خوبصورت (عورت).

**حُوري، حُوران:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**حَوصلو:** ذ (ع) همت- جرئت- دليري.

**حوصلو جاءِ رکڻ:** عقل کان ڪم وٺڻ.

**حوصلا خطا ٿيڻ:** حواس گم ٿيڻ. همت ڇڏائي وڃڻ.

**حوصلو ڏارڻ:** برباد ٿيڻ. هوش درست رکڻ.

**حوصلي افزائي:** ث. دلداري. شاباس.

**حوصلي مند:** ص. حوصلي وارو. سچيت.

**حوصلي وارو:** ص. همت وارو- جرئتمند.

**حَوضُ:** ذ (ع) پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ ٺهرايو تلاءُ- ٽانڪي- هَودي.

**حَوض ڪَوثَرُ:** ذ. بهشت جو هڪ چشمو.

**حول:** ص. مَٽ سَٽ. دغا- ٺڳي. لوهي توپ.

**حَويلي:** ث (ع) وڏي عمارت- محلات. بادشاه يا بزرگ جي حرمسرءِ.

**حَويلي روشن ٿيڻ:** اولاد وارو ٿيڻ.

**حَيُّ:** ص (ع) هميشہ حيات. زنده- جيئرو. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**حَيُّ قَيُّومُ:** هميشہ زنده ۽ دائم قائم.

**حَيا:** ذ (ع) حَياءُ.

**حيادار:** ص. شرم وارو- غيرتمند.

**حيا شرم:** پرم- لڄ- سيل- ست.

**حَيَاتُ:** ث (ع) زندگي- عُمر. حياتي. ڄمار. جان- ساهہ.

**حيات اَبدي:** ث. دائمي زندگي- هميشہ وارو جياپو.

**حيات بخش:** ص. حياتي بخشڻ وارو- زندگي ڏيندڙ.

**حياتَ وَ مَمات:** زندگي ۽ موت.

**حَياتي:** ث. زندگي- جياپو. عمر- ڄمار. دم- ساهہ.

**حياتيءَ تان هٿ کڻڻ:** جيئڻ جو آسرو ڇڏڻ.

**حياتي ڇڏائي وڃڻ:** بي همت يا نستو ٿيڻ.

**حياتي زهر ٿيڻ:** ڏکن ۽ ايذائن ۾ گذارڻ.

**حياتيءَ کي حلال ڪرڻ:** زندگي بامقصد ڪرڻ. سوڀارو ٿيڻ. سکيو وقت گذارڻ.

**حَياتيات:** جانورن ۽ ٻوٽن جو علم- بايولاجي.

**حياتين:** صحت ۽ بقا لاءِ ڪيميائي جُزا- وِٽامن.

**حَياءُ:** ذ (ع) شرم- لڄ. غيرت. لحاظ- محابو.

**حياءُ وڃڻُ:** بي غيرت ٿيڻ.

**حَيثيت:** ث (ع) پڄندي- پُڄت. وس- طاقت. هُوندَ. سگهہ- پهچ. لياقت. رتبو- درجو.

**حَيدَرُ:** ص (ع) وڏي آفت کي ڇيريندڙ. (ذ) شينهن (اسم خاص) حضرت علي ڪرم الله وجہ جو لقب.

**حيدَري:** ص. 'حيدر' جو پيرو ڪار. شيعہ فرقي جو.

**حيدرآباد:** ذ. سنڌ جو مشهور تاريخي شهر (جنهن جو قلعو ميان غلام شاهہ 1768ع ۾ اڏايو).

**حَيرانُ:** ص (ع) هڪو ٻڪو- وائڙو. ششدر- پريشان. عجب ۾.

**حيران پريشان:** ويا ڪل- پنوائيون ڪاڏل- اچرج ۾ پيل.

**حيران ڪرڻ:** عجب ۾ وجهڻ. پريشان ڪرڻ. دربدر ڪرڻ.

**حَيراني:** ث. عجب- حيرت. پريشاني.

**حَيرتَ:** ث (ع) عجب- اچرج. ويچار- ڳَتني.
**حَيرت انگيز:** ص. حيران ڪندڙ. اچرج جهڙو.
**حيرت جي حد نہ رهڻ:** تمام گهڻي عجب يا تپرس ۾ پوڻ.
**حَيرتَ زدَه:** ص. وائڙو- موڳو. حيران- پريشان.
**حَيصُ بَيصُ:** ذ. نت نئاءُ. تڪرار- بحث.
**حَيضُ:** ذ (ع) ماهواري- ڦُل.
**حَيضي حَرامي:** ص. حرامي ٻار. بدمعاش. بيحيا.
**حَيضي قُرُ:** ذ. حرامي ٻار. (ص) شرير (ٻار).
**حَيفُ:** ث (ع) حقارت يا جُنُ جو لفظ. افسوس.
**حيلو:** ذ (ع: حيلہ) بهانو. اٽڪل. اُپاءُ. حرفت. فريب. روزگار.
**حيلو ڪرڻ:** بهانو ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ. اُپاءُ ڪرڻ. تدبير ڪرڻ. روزگار ڪرڻ.
**حيلو هلائڻ:** ڪوشش ڪرڻ. ذريعو استعمال ڪرڻ.
**حيلا بَهانا:** ذ. سبب- وَسَ- ڪوششون.
**حيلو حَوالو:** ذ. اٽڪل سٽڪل. بهاني بازي. ڪوشش. حڪمت عملي.
**حيلو وَسيلو:** ذ. مددگار- پرجهلو.
**حيلي باز:** ص. بهانا ڪندڙ. اٽڪلي- حرفتي.
**حيلي لڳڻ:** ڪنهن ڪم يا روزگار سان لڳڻ.
**حِينُ:** ذ (ع) وقت- زمانو- مدت.
**حِين حَيات:** ظ. حياتيءَ جو سارو عرصو. سڄي ڄمار.
**حَيوانُ:** ذ (ع) ساهوارو- جانور. چوپايو- ڍور. بي سمجھ. وحشي.
**حيوان مُطلق:** ص. ڍور- جانور. بدتميز- ڄٽ.
**حَيوان ناطقُ:** ذ. ڳالهائيندڙ جانور. ماڻهو- انسان.
**حَيواني:** ص. حيوان جو. شهواني- نفساني. جانورن واري حالت.
**حيوانيات:** ث. جانورن بابت عمل- زولاجي.
**حَيوانيَت:** ث. جانور جي خاصيت (جنهن ۾ لڄ ليھَ. حياءُ. قياس. شعور جو احساس نہ هجي). بي رحمي. ظلم. وحشانيت.



**خ:** ث (ع) سنڌي "الف- بي" جو ارڙهون اکر. عربيءَ جو ستون ۽ فارسي جو نائون اکر. اچار "خَي". ابجد موجب عدد (600).
**خابرُو:** ص (ع) خبر ڏيندڙ. قاصد. جاسوس.
**خاتمَ:** ث. (ع) مُهر. مُهرواري مُنڊي.
**خاتمِ بَندي:** ث (ف) عاج يا هڏيءَ تي اُڪر جو ڪم. جڙات جو ڪم.
**خاتِمُ:** ص (ع) ختم ڪندڙ. (ذ) خاتمو- پڇاڙي.
**خاتم الانبياءِ:** ذ. نبوت جي سلسلي جي پڇاڙي ڪندڙ. آخري پيغمبر (حضرت محمد ﷺ)
**خاتمو:** ذ (ع: خاتمة) پڇاڙي- پڄاڻي. آخر. ڪتاب جي آخر ۾ لکيل عبارت.
**خاتمہ بالخير:** ذ. نيڪيءَ واري پڄاڻي. سلامتيءَ سان خاتمي جي دعا.
**خاتُوبَندُ:** ص (ف: خاتم بند) عاج. ڪاني يا هڏيءَ تي اُڪر جو ڪم ڪندڙ.
**خاتُو بندي:** ث. عاج. ڪاني يا هڏيءَ تي اُڪر يا جڙات جو ڪم.
**خاتون:** ث (ترڪي) وڏگهراڻي عورت. گهرڌياڻي.
**خاتونِ جنت:** ث. حضرت بيبي فاطمہ (رضي الله عنها) جو لقب.
**خاتونِ فلڪ:** ث. آسمان جي راڻي. زهره (گرهه).
**خادمِ:** ص (ع) نوڪر. ملازم. خدمتگار. درگاهہ جو مجاور يا متولي. (ث. خادمہ).
**خادماڻو:** ص. نوڪرواڻو. نهايت عاجزيءَ سان.
**خادمي:** ث. نوڪري. ملازمت. خدمت.
**خار:** ث. ساڙ- ڪنمر. حسد. چڙ- ڪاوڙ.
**خار ڏيارڻ:** ڪاوڙ ڏيارڻ. جوش جاڳائڻ.
**خار کائڻ:** حسد ڪرڻ. ساڙ کائڻ. چڙڻ.
**خار ڪڍڻ:** عداوت پوري ڪرڻ.
**خار خار:** بي چيني- پريشاني- غصو.
**خاري:** ص. ڪاوڙيل. ضدي يل. حاسد.
**خارُ:** ذ (ف) ڪنڊو- سيلھ (وڻ. ٻوٽي جو).
**خار بَست، خار بند:** ذ. ڪنڊن جو لوڙهو يا واڙ.
**خار بندي:** ث. چوڌاري ڪنڊن جو لوڙهو ڏيڻ.
**خار پُشت:** ذ. ڪنڊائين پُٺي واروهڪ جانور- ڇاهو- سيڙهہ.
**خار چِين:** ذ. گهر يا باغ کي چوڌاري ڏنل لوڙهو.

**خاردار:** ص. ڪنڊن وارو (لوڙهو. وڻ. ٻوٽو).

**خار زار:** ذ. ڪنڊن وارو ماڳ.

**خار ڪَش:** ڪانيون وڪڻندڙ- ڪانير.

**خارو خَس:** ذ. ڪک ڪنڊا. ڪچرو.

**خارا:** ذ (ف) سخت پٿر- چٽ.

**خارا شگاف:** ذ. پٿر ۾ قوت وجهندڙ. تمام سخت.

**خارج:** ص (ع) ٻاهر. نيڪال. جدا- الڳ. ڪڍيل. ٻاهر نڪتل. ڌڪيل- لوڌيل. تڙيل (دين مان). بيڪار.

**خارج بَحث:** ظ. بحث نه ڪرڻ جهڙو. جنهن تي بحث جي منع هجي.

**خارج ٿيڻ:** ٻاهر نڪرڻ. مُدو پورو ٿيڻ.

**خارج عقل:** ص. عقل کان ٻاهر- سمجهه کان مٿي. بيوقوف- احمق.

**خارج ڪرڻ:** ٻاهر ڪڍڻ. جدا ڪرڻ. نيڪال ڪرڻ. رد ڪرڻ. برطرف ڪرڻ (ملازمت مان). ڪڍي ڇڏڻ.

**خارجه:** ص. ٻاهر جو- ٻاهريون. پرڏيهي.

**خارجه وزارت:** پرڏيهي معاملن جي وزارت.

**خارجي:** ص. ٻاهريون- بيروني. جدا- الڳ- تڙيل. لوڌيل. نڪتل. (اسم خاص) مسلمانن جو هڪ فرقو.

**خارش:** ث (ف) چمڙيءَ جي هڪ بيماري. کَنهَن- کاجي- کهه. سُرسُر (بدن ۾).

**خارش مارڻ:** عادت پوري ڪرڻ.

**خارشي:** ص. کُجليءَ وارو. خارش جو مريض.

**خارق:** ص. ڦاڙيندڙ- ٽوڙيندڙ. عادت جي خلاف ڪم ڪندڙ. (ذ) معجزو- ڪرامت.

**خازنُ:** ص (ع) خزانچي- اڪائونٽنٽ.

**خاشَ:** ث (ف: خواهش جو بگاڙ) خواهش- مرضي- گهُر.

**خاشاڪ:** ذ (ف) ڪک پن- ڪچرو.

**خاشِعُ:** ص. عاجزي ڪندڙ. نوڙت وارو.

**خاشڪيلِي:** ذ (ع: خاصخيلي جو بگاڙ) نوڪر- خادم- ٻيلي.

**خاشو:** ذ. سُلفي دکائڻ لاءِ نوڙيءَ جو ٻريل مُچو. خاصو.

**خاصُ:** ص (ع) ج- اصل. ذاتي- شخصي. مکيه- اهم. اُتم- اعليٰ. (ظ) فقط- رڳو.

**خاصائِي:** ث. بهتري- ڀلائي. سهڻائي. صفائي. نيڪي. خاصيت.

**خاصُ الخاص:** ص. چونڊيل- ڇٽيل.

**خاص ڪرِي:** ظ. نرالي طرح. خصوصاً.

**خاص عامُ:** ذ. امير غريب. سموري خلق.

**خاصو:** ص. خاص. سُٺو- چڱو. مناسب- موزون.

**خاصِي ڪرڻ:** قبول ڪرڻ- منظور ڪرڻ.

**خاصخيلي:** اسم خاص. هڪ مشهور قوم ۽ ذات. (ذ) حڪمرانن جو خاص سپاهي ۽ محافظ. خاص خدمتگار.

**خاصِيَتَ:** ث (ع) خاص تاثير- گُڻ. مزاج- اثر (دوا جو).

**خاطُر، خاطِر:** ث (ع: خاطِر) دلِ- مَن. آجيان- آدرڀاءُ. خدمت. (ظ) لاءِ- واسطي.

**خاطر آزاري:** ث. رنجيدگي- ناراضپو. صدمو پهچائڻ- دل ڏکائڻ.

**خاطُر تواضع:** ث. مهمان نوازي. ڪيڪار.

**خاطُر جَمعَ:** ث. دلجاءِ- تسلي. اطمينان.

**خاطر خواهه:** ظ. مرضيءَ موجب. دلپسند. مناسب.

**خاطرداري:** ث. آدرڀاءُ- خدمت چاڪري.

**خاطرمدارَت:** ث. خدمت چاڪري. مهمان نوازي.

**خاطر ۾ نه آڻڻ:** پرواهه نه ڪرڻ. ڌيان نه ڏيڻ.

**خاطر نشين:** ص. ياد ٿي ويندڙ ڳالهه. دل ۾ جاءِ ڪندڙ. دلپسند.

**خاطِري:** ث. پَڪَ- يقين. دلجاءِ- تسلِي. خدمت- چاڪري. ٽهل ٽڪور.

**خاطِريءَ جهڙو:** ظ. پسنديءَ جهڙو. خواهش موجب. دل کي وڻندڙ.

**خاطِريءَ سان:** دل جان سان. يقين سان. لحاظ سان.

**خاطريون ڪرڻ:** تمام گهڻي مرحبا ۽ خدمت ڪرڻ. تمام سٺي مهماني ڪرڻ.

**خاطِف:** ص (ع) ڪسيندڙ- اوچتو کسي کڻي ويندڙ (برق (وڄ) سان استعمال ٿيندڙ).

**خاطُو:** ص. خط لکندڙ. خبرون ڏيندڙ (اخبارڪي).

**خاطِي:** ص (ع) ڏوهي- گنهگار.

**خاقانُ:** ذ (ترڪي) بادشاهه. سلطان.

**خاڪ:** ث (ف) مِٽي. لَٽَ- ڌوڙ. ڇارَ- رَکَ. زمين.

**خاڪ آلُوده:** ص. ڌوڙ ۾ ڀريل. مِٽيءَ هاڻو.

**خاڪ اُڏامڻ:** ويراني ٿيڻ (جتي ڌوڙ اُڏامي). بربادي ٿيڻ.

**خاڪ اُڏائڻ:** ماتم ڪرڻ- پِٽڻ. بدنام ڪرڻ. آواره ڦرڻ.

**خاڪ بازِي:** ث. مٽيءَ سان راند روند. هَوس پرستي.

**خاڪ بَسَرَ:** ص. ڌوڙ ۾ گذاريندڙ. خراب حال- ڏتڙيل.

**خاڪ بَسِيط:** ث. ڌرتيءَ جو سارو مٿاڇرو يا سطح. زمين- ڌرتي.

**خاڪ ٿيڻ:** مِٽي ٿيڻ. تباهه ٿيڻ. سَڙي رک ٿيڻ.

**خاڪ پا:** ث. پيرن جي مٽي. حقير. عاجز.

**خاڪ ڇاڻڻ:** دربدر ٿيڻ. برباد ٿيڻ. خوب تلاش ڪرڻ.

**خاڪ سياه ڪرڻ:** ساڙيءَ ڪري ڇڏڻ- ناس ڪري ڇڏڻ.

**خاڪ شفا:** ث. صحتيابي ڏيندڙ مٽي (مڪي. مديني يا ڪربلا معلي جي خاص مٽي).

**خاڪ شو:** ص. ڌوڙڌوئو- سونارن جي ٻنيءَ جي مٽيءَ ڌوئيندڙ.

**خاڪ شوري:** ث. مٽيءَ جو ڪم. هاري. مزوري- پورهيو.

**خاڪ ڪرڻ:** ساڙي ڀسم ڪرڻ- رک ڪرڻ. اُجاڙڻ- تباه ڪرڻ.

**خاڪ ڪش:** ص. ڌانداري.

**خاڪ ۾ ملڻ:** مٽيءَ ۾ دفن ٿيڻ. مري وڃڻ. ناڪامياب ٿيڻ (رٿون وغيره).

**خاڪ نشين:** ص. مٽيءَ ۾ ويهندڙ. ساده مزاج. مسڪين.

**خاڪ وسڻ:** مٽي پوڻ- واري وسڻ. ويراني ٿيڻ.

**خاڪروب:** ص (ف) ٻهاريدار.

**خاڪسار:** ص. مٽيءَ جهڙو. عاجز- مسڪين. ڪسر نفسيءَ کان پنهنجو پاڻ کي ڏنل لقب.

**خاڪستر:** ث (ف) رک- ڇار- ڦلهيار.

**خاڪسي:** ث. هڪ قسم جو ٻسار ڪوڪر- خاڪشير.

**خاڪناءِ:** ث (ف) ڳچي ڌرتي.

**خاڪاهو:** ذ. سارين کان سواءِ خريف جي ٻئي فصل کي ٻهريون ٻيرو پاتي ڏين.

**خاڪو:** ذ (ف) حدن جي نروارِيءَ لاءِ ليڪن سان ٺهيل نقشو. ڪچو نقشو. تصوير جو ٻاهريون ليڪو. آتي وانگر ٻينل دوا- ڪشتو.

**خاڪو ڪڍڻ:** ڪچو نقشو ٺاهڻ. ليڪڻ.

**خاڪي:** ص (ف) مٽيءَ جو. مٽيءَ جهڙو (رنگ).

**خاڪي پتلو:** ذ. انسان. ماڻهو.

**خاڪي وردي:** ذ. فوج جو سپاهي.

**خالُ:** ذ (ع) خالي جاءِ- خلا. وٿي- وڇوٽي- ٻرگهل. جسم تي ڪارو نشان- تر.

**خالد:** ص (ع) هميشه رهندڙ. (اسم خاص) ماڻهوءَ جو نالو.

**خالص:** ص (ع) نج- نبار. کرو. صاف.

**خالصو:** اسم خاص. گرونانڪ جو پوئلڳ- سِک. (ذ) ٻنيءَ جي ڍل جو هڪ قسم.

**خالصي ڪرڻ:** ضبط ڪرڻ- ڪسڻ. ظلم ڪرڻ. ايڪانت ۾ رهڻ. گوشه نشين ٿيڻ.

**خالق:** ص (ع) پيدا ڪندڙ- خلقيندڙ. (ذ) ذاتي تعالي جو صفتي نالو.

**خالي:** ص (ع) ٺلهو. سکڻو- پالهو. اڻ ڀريل. سُڃو. کوکلو- پورو. (ظ) فقط- رڳو.

**خالي ڪرڻ:** ٺلهو ڪرڻ- واندو ڪرڻ. برطرف ڪرڻ. ڇڏي وڃڻ.

**خالي پيٽُ:** ص. نيرانو- ننگهتو- بکيو.

**خالي پيلي:** ظ. هروڀرو- خواهمخواه.

**خالي خولي:** ص. کوکلو- بي حقيقت.

**خالي هٿين:** ظ. ٺلهي هٿين- بنا سمر جي. مفلس- ڪنگال.

**خامُ:** ص (ف) ڪچو- اڻ پڪو. ناتجربيڪار. ناقص- بيڪار.

**خام خبيث:** ص. بي افعالو ۽ بڇڙو.

**خام خو:** ص بيوقوفي- ناداني.

**خام خيالي:** ث. اجايا خيال. غلط گمان.

**خام طبع:** ص. ابوجه- موڳو. اڻ آزمودگار.

**خام ڪاري:** ص. بي هنر. اناڙي.

**خاموشُ:** ص (ف) ماٺ- چُپ. ساڪن. سانت.

**خاموشي:** ث. ماٺ- چپ. سانت. سڪون. صبر.

**خامه:** ذ (ف) قلم- ڪلڪ.

**خامه فرسائي:** ث. لکت- تحرير.

**خامي:** ث (ف) ڪچائي. اوڻائي. عيب- نقص. ڪمي- گهٽتائي.

**خامي نڪرڻ:** وڏيا ڪچائي ظاهر ٿيڻ.

**خانُ:** ذ (ترڪي) سردار. نواب. رئيس. بلوچن ۽ پٺاڻن جو لقب.

**خان بهادر:** ذ. حڪومت برطانيا کان ڪنهن مسلمان کي خدمت جي عيوض مليل خطاب.

**خان خانان:** ص. اميرن جو امير- لَٺ سردار.

**خان سالار:** ص. لشڪر جو ڪاڌو تيار ڪندڙ شاهي عملدار.

**خانسامانُ:** ذ. ٻورچي. خاص ملازم.

**خانصاحب:** ص. انگريزن جي دؤر جو هڪ معمولي لقب. عزت جو هڪ لقب.

**خاناڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو- جَٽن جو هڪ پاڙو.

**خاندانُ:** ذ (ف) گهراڻو- پيڙهي. نسل. قبيلو. ڪٽنب.

**خانداني:** (ص) سٺي خاندان جو- وڏگهراڻو.

**خانداني ڏيکارڻ:** وڏ ماڻهپي ڏيکارڻ. دولتمندي ڏيکارڻ لاءِ ٺٺ ڪرڻ. اجايو خرچ ڪرڻ.

**خاندي:** ذ. خواهشمند. هيراڪ.

**خانزادو:** ص. خان جو پٽ. اشراف نسل جو. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**خانقاهَ، خانگاه:** ٿ (ف) درويش يا بزرگ جو آستانو. ڪنهن درويش جو مقبرو. درگاهه.

**خانگي:** ص (ف) گهر جو- گهرو. ذاتي- شخصي. نجي- پنهنجو.

**خانمانُ:** ذ. گهر جو سامان. مال ملڪيت- ٿپڙ ٽاڙي.

**خانمان خراب:** ص. جهڳوني جهڙ.

**خانم:** ٿ (ف) بيگم. اميرياڻي. وڏگهراڻي عورت.

**خانو:** ذ (ف: خانه) گهر- مڪان- جاءِ. ڪٻٽ يا ميز جو طبق. پاڪڙي يا هنيءَ ۾ ويهڻ واري جاءِ.

**خانو آباد ٿيڻ:** گهر وسڻ. سکيو ستابو هئڻ (دعائيه ڪلمو).

**خانو آباد هئڻ:** اولاد جو لائق هجڻ.

**خانو خراب ٿيڻ:** گهر برباد ٿيڻ. برباد ٿيڻ.

**خاني کان باهر هئڻ:** چريو هئڻ- بي عقل هئڻ.

**خاني مان نڪرڻ:** آپي مان نڪرڻ. هوش مان نڪرڻ. بدافعال ٿيڻ. پاڻ کي خوار خراب ڪرڻ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**خانوادو:** ذ (ف) خاندان- قبيلو- گهراڻو. فقرا جو سلسلو. مشائخ يا درويشيءَ وارو خاندان.

**خانوادو:** ص. رئيس- امير- وڏيرو.

**خانه، خانه:** ذ (ف) خانو.

**خانه آبادي:** ٿ. خوشحالي. آسودگي. شادي.

**خانه بربادي:** ٿ. گهر جي تباهي.

**خانه بدوش:** ص. لڏو ڪتي هلندڙ (جيئن ڪوهستاني وغيره)- لاڏائو. سانگي. بي گهر.

**خانه بدوشي:** ٿ. رولاڪو- پٽڪ. لڏپلاڻ.

**خانه تلاشي:** ٿ. گهر جي جهڙتي- جهاڙو.

**خانه پردازي:** ٿ. ڪفايت. قناعت.

**خانه پري:** ٿ. نقشي ۾ جايون يا انگ اکر پرڻ. نالي ماتر پوئواري.

**خانه جنگي:** ٿ. گهرو ويڙهه. ملڪ جي اندر حڪومت سان يا رعيت جي پاڻ ۾ سياسي يا قبائلي جنگ.

**خانه خرابي:** ٿ. گهر جو ڦيٽاڙو- ستياناس.

**خانه دار:** ص. گهر ٻار وارو- ڪٽنب وارو.

**خانه داري:** ٿ. گهر جو ڪم ڪار. گهر جو انتظام.

**خانه زاد:** ص. گهرو نوڪر يا غلام جو اولاد.

**خانه ساز:** ص. راڙو.

**خانه سوز:** ص. گهر جلائيندڙ. خاندان کي بدنام ڪندڙ.

**خانه شماري:** ٿ. گهرن جي ڳڻپ. آدمشماري.

**خانه نشين:** ص. ونڊو- نڪمو. گوشه نشين.

**خاني:** ٿ (ف) رئيسي- اميري. وڏماڻهپي.

**خاورُ:** ٿ (ف) اڀرندو طرف. سج- آفتاب.

**خاوندُ:** ذ (ف) مالڪ- آقا. ڌڻي. گهر وارو- مڙس.

**خاوندي:** ٿ. عنايت- مهرباني- بنده نوازي.

**خائفُ:** ص (ع) ڊنل. هيسيل. هراسيل.

**خائنُ:** ص (ع) خيانت ڪندڙ. بد ديانت.

**خايو:** ذ (ف) پکيءَ جو بيضو. آنورو- خصيو.

**خَباثتَ:** ٿ (ع) بدنيتي- پليتي- بڇڙائي (نيت جي) ناپاڪائي- گندگي.

**خَبازي:** ذ. پسارڪي وکر جو قسم- خيري گل جو ٻج.

**خَبائث:** ٿ (ع) "خُبث" جو جمع. خرابيون. بڇڙايون.

**خُبثَ:** ذ (ع) برائي- بڇڙائي. پليدي- ناپاڪائي.

**خُبثُ الحَديد:** ذ. لوهه جو ڪٽو.

**خُبث باطن:** ذ. اندر جو مير- بد نيتي.

**خَبَرَ:** ٿ (ع) ڄاڻ- واقفيت- آگاهي. اطلاع- احوال. سڌ. پيغام. ٻروڙ. پتو- اهڃاڻ. اخباري اطلاع- نيوز.

**خبر اُڏائڻ:** افواهه اڏارڻ.

**خبر پوڻ:** معلوم ٿيڻ- سڌ پوڻ- واقف ٿيڻ. سيڪت ملڻ. سمجهه ۾ اچڻ.

**خبر چارَ:** ٿ. حال احوال. سڌ سماءُ. واءُ سواءُ.

**خبردار:** ص. خبر رکندڙ. واقف- آگاهه. سجاڳ- چوڪس.

**خبردار ڪرڻ:** چتائڻ- تنبيهه ڪرڻ- هوشيار ڪرڻ.

**خبرداري:** ٿ. هوشياري. سجاڳي. سنڀال- احتياط.

**خبر رسان:** ص. خبر پهچائيندڙ. اطلاع ڏيندڙ.

**خبر رکڻ:** پتو رکڻ. خيال رکڻ.

**خبر گير:** ص. خبر وٺندڙ. جاسوس. چوڪيدار.

**خبرگيري:** ٿ. سارسنڀال- پڇاڳاڇا. سڌ سماءُ.

**خبر نويس:** ذ. خبر لکندڙ. اخباري خاطو.

**خبر وٺڻ:** واقفيت وٺڻ. حال پڇڻ. مدد ڪرڻ. سيڪت ڏيڻ.

**خبر وڃڻ:** اطلاع وڃڻ. قاصد وڃڻ.

**خبرون پکيءَ تي پوڻ:** دير ۾ نتيجو ظاهر ٿيڻ. دير ۾ سزا پوڻ.

**خَبطُ:** ذ (ع) سوداءُ- خفتان. جنون. چريائي.

**خَبط سوار ٿيڻ:** بيهوده اجايو خيال ۽ وهم دل ۾ ويهڻ.

**خَبطي:** ص. سودائي خفتاني. چريو. وهمي.

**خَبيثُ:** ص(ع) ناپاڪ - پليت. بدنيت. لُچ - بدمعاش. شرير.
**خَبيرُ:** ص(ع) ڄاڻندڙ - واقف. (ذ) خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.
**خُتاب:** ذ. مڪتب - مدرسو - درسگاهه - پاٺشالا - ڪُتاب.
**خُتابي:** ص. پڙهندڙ - شاگرد - ڪُتابي.
**خَتَمُ:** ذ (ع) پڇاڙي - پڇاڻي. آخر - انتها. (ص) پورو - مڪمل. پويون.
**خَتَمُ الرُسل:** ذ. سيني نبين ۾ آخري نبي سڳورو (حضرت محمد ﷺ).
**خَتم ڪرڻ:** پورو ڪرڻ. قتل ڪرڻ - مارڻ.
**خَتم نبوت:** ذ. حضرت محمد ﷺ کي آخري نبي مڃڻ وارو عقيدو.
**خَتمو:** ذ(ع) فوتيءَ جي روح کي بخشش واسطي پڙهيل قرآن شريف. پوري قرآن شريف جي تلاوت. مُئي جي نالي يا خيرات. فاتح خواني.
**خَتمو پڙهڻ (ڏيڻ):** فوتيءَ جي حق ۾ قرآن شريف پڙهڻ.
**خَتَنگُ:** ذ(ف) تير - ٻاڻ. (ص) تيز - چالاڪ. سورهيه.
**خُتنو:** ذ(ع) طهر (سُنت ابراهيمي).
**خجالَت:** ث(ع) شرمساري - ڦڪائي. پڇتاءُ - پشيماني.
**خَجسته:** ص(ف) سڳورو - مبارڪ. خوشنصيب. گل جو هڪ قسم.
**خجل:** ص(ع) شرمندو - ڦڪو. پشيمان.
**خَچَرُ:** ذ. گهوڙيءَ ۽ گڏهه جي ميلاپ سان پيدا ٿيل نسل جو جانور.
**خچرپائي:** ث. ڪميڻپ. اڻنگائي. بيوقوفي.
**خچرخانو:** ذ. هُل بکيڙي وارو هنڌ.
**خچر ڪلو:** ذ. مارمو چڙو - مارڪُٽ. هُل بکيڙو - گوڙ گهمسان.
**خُدا:** ص(ف) خود ايندڙ ۽ موجود رهندڙ. مالڪ - ڌڻي - الله.
**خُدا تَرس:** ص. خدا جو خوف رکندڙ. رحمدل.
**خُدا تَرسي:** ث. خدا جو خوف. رحمدلي - ڪَهل.
**خُدا تعاليٰ:** ذ. سيني ءَ کان بلند ۽ برتر الله سائين - قادر مطلق.
**خُدا تي ڀاڙڻ:** توڪل تي رهڻ.
**خُدا پرست:** ص. موحد. عابد. حق پرست. بزرگ.
**خُدا جو ڪارخانو:** دنياوي انتظام. سموري ڪائنات.
**خُدا جو گهرُ:** ذ. الله جو گهر. مسجد. بيت الله - ڪعبو.
**خُدا جو نالو وٺڻ:** الله کي ياد ڪرڻ. انصاف ڪرڻ. سچ ڳالهائڻ.
**خُدا جي قُدرت:** ث. خدا تعاليٰ جي وڏائي ۽ سگهه. خدا تعالي جو ڪرشمو.
**خُدا جي مارَ:** ث. آسماني آفت. غيبي مصيبت.
**خُدا ڄاڻي:** خدا کي خبر. مون کي خبر ناهي.
**خُدا حافظ:** ذ. ڌڻي نگهبان (موڪلائڻ وقت دعائيه ڪلمو) - الله تو ڌر.
**خُدا خدا ڪرڻ:** الله کي ياد ڪرڻ. عبادت ڪرڻ.
**خُدا خُدا ڪري:** ظ. وڏي مشڪل ۽ تڪليف سان - حيلن سان - مَس مَس.
**خُداداد:** ص. خدا جو ڏنل - خدا کان مليل.
**خُدارا:** ظ. خدا جي نالي - خدا ڪارڻ.
**خُدا رسيدو:** ص. الله کي پهتل. بزرگ - درويش.
**خُدا سان ڪم پوڻ:** خدا وٽ موٽي وڃڻ ۽ پڇتي جو حساب ڏيڻ.
**خُدا سان ملڻ:** فوت ٿيڻ - مري وڃڻ.
**خُدا شناس:** ص. خدا کي سڃاڻندڙ. الله لوڪ - درويش.
**خُدا ڪري:** شل ائين ٿئي.
**خُدا لڳي چوڻ:** انصاف جي ڳالهه ڪرڻ. سچ چوڻ.
**خُدانخواسته:** جملو. خدا نه ڪري. مبادا.
**خُداوَندُ:** ص. ڌڻي - مالڪ. الله.
**خُداوَند عالَم:** ذ. جهان جو مالڪ.
**خُدائي:** ث. خدا جي صاحبي. دنيا - جهان. (ص) خدا جي طرفان.
**خُدائي ڇِپ:** الله جو غضب - قهر الاهي.
**خُدائي دعويٰ:** غرور - تڪبر - وڏائي.
**خُدايا:** ندا. اي خدا - يا الاهي.
**خُدا آباد:** اسم خص. دادو ضلعي ۾ هڪ آڳاٽي شهر جو نالو (جيڪو ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ڪجهه وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو).
**خُدائِڻ:** ث. خودرَو ٻوٽو. ڪنڪ جو هڪ قسم.
**خُدام:** ذ(ع) "خادم" جو جمع. نوڪر چاڪر.
**خَدخال:** مُنهن تي قدرتي ڪاروٽر.
**خَدشو:** ذ(ف: خدشه) ڊپ - خوف. انديشو - گمان. شڪ.
**خِدمَت:** ث (ع: جمع "خدمات") چاڪري - ٽهل. نوڪري - ملازمت. فرض ادائي.
**خدمت چاڪري:** ث. ٽهل ٽڪور - شيوا. پورهيو.
**خدمتگار، خدمتگُذار:** ص. خدمت چاڪري ڪندڙ. خادم. نوڪر.
**خَدَنگُ:** ذ(ف) تير - ٻاڻ.
**خُدُو:** ذ. ٽاس جي پٽڻ جو هڪ رنگ - ڪارو.
**خَديجه:** اسم خاص. نبي سڳوري ﷺ جي پهرين گهرواري - بيبي خديجة الڪبريٰ. عورت جو نالو.

**خَديو:** ذ (ف) بادشاه- حاڪم. مالڪ- آقا.

**خدمَت:** ذ "خدمت" جو بگاڙ- ڏسو "خدمت".

**خَرُ:** ذ (ف) گڏه- ڪَرُ. (ص) ڪريل.

**خَردَجال:** ذ. ڏند ڪٿا موجب آخر زماني ۾ پيدا ٿيندڙ 'دجال' جي سواريءَ جو گڏه.

**خَردماغُ، خَرمَغز:** ص. ڪُند ذهن. مغرور. هوڏي- ضدي. نشر. بيوقوف.

**خَرڪارُ:** ذ (ف) گڏهن ذريعي بار برداريءَ جو ڪم ڪندڙ. بيگار ۾ ڪم ونندڙ.

**خَرمستُ:** ص (ف) نشي ۾ مست. بدماغ. ضدي. ارڏو.

**خَرمَستي:** ث. بدمستي- ارڏائي.

**خَرابُ:** ص (ع) نڪمو- ردي. برو. تباه- اُجڙ.

**خراب ٿيڻ:** ڪندو ٿيڻ. ڪِنو ٿيڻ. اُجڙ ٿيڻ. بد چال ٿيڻ. بي عزتو ٿيڻ.

**خراب حالُ:** ص. خراب حالت ۾. بدحال.

**خراب ڪرڻ:** ڪِنو ڪرڻ. تباهه ڪرڻ. ڦٽائڻ.

**خَرابات:** (ع: 'خراب' جو جمع) شرابخانو. بُتخانو.

**خراباتي:** ص. شرابي- موالي. جواري. بدچال.

**خَرابو:** ذ. ويراني. بدحالي. ڪِن ڪچرو. پنجهو.

**خَرابي:** ث. تباهي- بربادي. بِگِڙائي- بُرائي.

**خرابيءَ ۾ پوڻ:** بُچِڙائيءَ ۾ منهن وجهڻ. مصيبت ۾ پوڻ. تڪليف ۾ پوڻ.

**خَراجُ، خراجُ:** ذ (ع) محصول. ڏنُ.

**خراج گُذارُ:** ذ. ڏل ڀريندڙ- ڏن ڀَرُو.

**خَراجي:** ص. ڏن ڀَرُو. محصول ڏيندڙ.

**خَرارُ:** ذ (ف: خروار= گڏه تي ڏوڻ جيترو بار). آڳاٽي وقت ۾ اناج جو هڪ ماڻ (جنهن ۾ سراسري 20 مڻ ٿين).

**خُراساني:** ص (ف) خراسان مُلڪ جو. (ذ) گڏه جو هڪ قسم.

**خَراشَ:** ث (ع) رهڙ- رُهندَ (ننهن. ڪنڊي يا ڪنهن چهنباري اوزار جي).

**خُرافات:** ث (ع) واهيات ڳالهيون- بيهوديون ڳالهيون. بڪواس. گارگند.

**خُرافات بَڪڻ:** واهيات ڳالهيون ڪرڻ. بڪواس ڪرڻ. مسخري ڪرڻ.

**خرام:** ذ (ف) نازسان هلڻ. نخري واري ٽور. سهڻي هلڻ.

**خَرامان:** ص. نازنخري سان هلندڙ.

**خرامِ ناز:** نخري واري هلڻ- نخري واري ٽور.

**خرانٽ:** ص (ه) پوڙهو. تجربيڪار. گهاگهه.

**خَربُوزو:** ذ (ف) گدرو.

**خُرجِيڻ:** ث (ف) خُرزين- ڪَڙيو.

**خَرچُ:** ذ. ڪاڏي پيتي جي لاڳت. خرچ ڪيل رقم. ڪاپو (پئسن جو).

**خرچ ٿيڻ:** کپي صرف ٿيڻ- واپرائجڻ.

**خرچ ڪرڻ:** کپو ڪرڻ- کپائڻ. ڪتب آڻڻ.

**خرچ ۾ وجهڻ:** وڏيڪ خرچ ڪرائڻ.

**خرچ پکو:** ذ. روزاني کپت لاءِ رقم. ڪاڏي پيتي لاءِ رقم. گهر جي ڪاڀي لاءِ گهربل رقم. سيڌي سامان تي خرچ ڪيل رقم. روزاني ڏيتي ليتي.

**خرچ ڪاپارُ:** ذ. خرچ پکو.

**خرچ کپت:** ذ. خرچ ٿيندڙ رقم- ڪاپارو.

**خَرچائڻُ:** م. خرچ ڪرائڻ. کپائڻ (رقم). خريداري ڪرائڻ.

**خَرچائو:** ص. گهڻو خرچيندڙ. هٿ ڦاڙ. فضول خرچ.

**خرچڻُ:** م. خرچ ڪرڻ. کپائڻ (رقم). اُڏائڻ (پئسو).

**خَرچنو:** ذ. گهوٽ ٿيڻ طرفان ڪنواريءَ کي مهر طور ڏنل رقم.

**خَرچي:** ث. ٿورڙي خرچ لاءِ ڏنل پئسا. بار يا ٻار کان ننڍي کي خرچڻ لاءِ مليل رقم. شاديءَ جي هڪ رسم موجب ڪنوار کي ڏنل رقم.

**خَرخرو:** ذ (ف) ڪرڪرو.

**خَرَخشو:** ذ (ف: خرخشه) دنگو- فساد- ماندائي. ڪٽ ڦٽ.

**خِرَدَ:** ث (ف) دانائي- ڏاهپ- عقل.

**خِردمَندُ:** ص. ڏاهو- عقلمند.

**خُردُ:** ص (ف: خورد) ننڍو. ٿورو. گهٽ.

**خُردبيني، خوردبين:** ث (ف) ننڍي شيءِ کي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار.

**خُردسالُ:** ص (ف) ننڍيءَ عمر جو.

**خُردسالي:** ث (ف) ننڍپڻ- ڪمسني.

**خُردبُرد:** ناجائز طرح رقم ڦٻائڻ- نڱي- ڪرپشن.

**خُردمُ:** ذ (ف) چيله ۾ ٻڌڻ لاءِ چم يا لوهي تارن جو پٽو.

**خُردو:** ذ (ف: خرده) ريجو- ريزگاري.

**خُردَه:** ذ (ف) ننڍي شيءِ. ٿورو مقدار. ريجو- ڪُليل رقم.

**خُرده فروش:** ص. ريزڪي وڪرو ڪندڙ.

**خُرده گيري:** ث. عيب جوئي- نڪته چيني.

**خُرزِين:** ث (ف) وهٽ جي پُٺيءَ تي سامان کڻڻ لاءِ ڏاس مان ٺهيل ٿيلهي گوڻ (جيڪا وهٽ جي پُٺيءَ جي ٻنهي پاسن تي رکي

وِجي )-کڙيو.

**خُرسَندُ:** ص(ف) خوش- شادمان. سُکيو.

**خُرسَندي:** ث. خوشي- سرهائي. خوشحالي.

**خُرسَنُ:** ذ. هڪ قسم جي ڪَندن واري ٻوٽي ( خارش لاءِ ڪتب ايندڙ ).

**خرص:** ذ(ع) ڪوڙ- دروغ. ڏکو- گپوڙو. شڪ- انومان.

**خرطُوم:** ذ(ع) هاٿيءَ جي سونڊ.

**خَرَقُ:** ذ(ع) چيرُ- ڏارُ.

**خَرَق عادَت:** ذ. عقل خلاف عجيب واقعو. ڪرامت.

**خرقو:** ذ(ع: خرقة) چِتي. چِتين لڳل ڪپڙو- گودڙي. فقيرانو لباس. مريد کي مرشد کان تبرڪ طور مليل جبو.

**خرقه پوشُ:** ص. گودڙي پهريل. درويش.

**خَرگاه:** ذ(ف) شاهي خيمو. محل.

**خَرگوشُ:** ذ(ف) سهو ( جنهن جا ڪَن گڏه جي ڪنن جهڙا ٿين ).

**خُرَمُ:** ص(ف) خوش- شاد. شاداب- ساوو. تندرست- چڱو ڀلو. آسودو- سُکيو.

**خرمَنُ:** ذ(ف) ڳاهي صاف ڪيل اَن جو ڍڳ- ڪرو. ڍڳ. انبار.

**خرمَن ماه:** ذ. چنڊ جو ڪُڙ- هالو.

**خرمَنِ هَستي:** ذ. حياتي- زندگي.

**خُرمو:** ذ(ف) کارڪ- ڇوهارو. کجور- کَتل.

**خَرموش:** ذ. تمام ٻوڙهو اُٺ.

**خَرمُهرو:** ث(ف) وڏو ڪوڏ- سنک- ناقوس.

**خَروارُ:** ذ(ف) خَرارُ.

**خُرُوجُ:** ذ(ع) نيڪال. نيڪالي. بغاوت.

**خُروس:** ذ(ف) پاليل ڪڪڙ.

**خَروش:** ذ(ف) هُل- لُڙ- ڌمچر. فرياد- پڪار- دانهن. مرڪبن ۾ ايندڙ لفظ (مثلاً: جوش و خروش).

**خريبُ:** ذ(ع: فريب) دغا- دوکو- دولابُ- ڪريب.

**خريبي:** ص. فريبي- دغاباز.

**خَريدَ:** ث(ف) ملهه وٺڻ. خريداري. قيمت- مُلهه.

**خَريدَ فروخَت:** ث. وڪرو ۽ خريداري. ڏي وٺ (مال جي). واپار- تجارت.

**خريد ڪرڻ:** مُلهه وٺڻ.

**خَريدارُ:** ص(ف) خريد ڪندڙ- ملهه وٺندڙ. گراهڪ. خواهان- طالب.

**خريداري:** ث. مُلهه وٺڻ- ڪنهن چيز جو سودو.

**خَريدَنُ:** م(ف) ملهه وٺڻ- سودو ڪرڻ- ڳِنهڻ.

**خَريدي:** ث(ف) ملهه- قيمت. اگهه- نرخ.

**خَريطو:** ذ(ع) ننڍو ڳوٿرو. ٻٽڪي- ٿيلهي.

**خَريفُ:** ذ(ع) ڪتيءَ جو فصل- ڪتي.

**خزان:** ث(ف) سرءُ- سرءُ جي موسم ( جنهن ۾ وڻن مان پن ڇڻن ۽ ڪتيءَ جو فصل ٿئي ). بي رونقي. زوال. تباهي- بربادي.

**خزان اچڻ:** پن ڇڻڻ جي مُند اچڻ. بهاري ختم ٿيڻ. بربادي ٿي.

**خزان ٿي وڃڻ:** تباهه ٿيڻ- ويران ٿي وڃڻ.

**خزان رسيدو:** ص. ويران- اُجڙ- بي رونق.

**خزانو:** ذ(ع: خزانة) ناڻي رکڻ جو هنڌ- گنج. گڏ ڪري رکيل دولت. ناڻو- ڌن. ملڪيت. ذخيرو.

**خزاني دار:** ص. خزانچي.

**خزانچي:** ص. خزانو رکندڙ. ٻئي جي طرفان ناڻي جي ڏي وٺ ڪندڙ. خزاني جو حساب ڪتاب رکندڙ.

**خَزينو:** ذ(ع) خزانو.

**خَس:** ذ(ف) سُڪل گاهه- ڪک ڪانا.

**خس ٿيڻ:** سَنگ ءَ اَن مرجي وڃڻ (مرض سبب).

**خَس و خاشاڪ:** ذ. ڪک ڪانا- گند ڪچرو.

**خَسارو:** ذ(ع) گهاٽو- ٽوٽو- نقصان.

**خساري ۾ پوڻ:** وڏو نقصان پرائڻ.

**خَستائي:** ث. ڏک- رنج. ڳتي. ڪاوڙ- چڙ. مفلسي. چيڙ چاڙ- هٿ چڙائِد.

**خَستہ:** ص(ف) ٿڪل ستايل. هيڻو- اپرو. پِرتو.

**خَستہ حال:** ص. ڏکويل- رنجيده. بدحال.

**خَستگي:** ث. زخمي ٿيڻ جي حالت. مايوسي. ناراضپو. مفلسي.

**خَستُوري:** ث. ڪتوري- مُشڪ.

**خَس خَس:** ث. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر- پست ڪڻ.

**خُسر:** ذ(ف) سهرو.

**خَسرو:** ذ(ف) حساب ڪتاب جو رجسٽر. ڪتيدارن جي داخلا جو ڪتاب. ارڙي (بيماري).

**خُسرو، خُسرُو:** اسم خاص (ف) ايران جو هڪ وڏو بادشاهه. امير خسرو (مشهور شاعر ۽ موسيقار).

**خُسرو:** ص. اهو ماڻهو جنهن کي قدرتي طرح ڏاڙهي ۽ بدن جا وار نه هجن.

**خُسروانہ، خُسرَوي:** ص. شاهانو- بادشاهي.

**خُسُوفُ:** ذ(ع) چنڊ گرهڻ.

**خَسِيسُ:** ص (ع) گهٽ درجي جو- ادني. رواجي. نيچ. گهٽ مُله وارو. هلڪڙو- ڪميتو.

**خشت:** ث (ف) سِرَ.

**خشت خام:** ث. ڪچي سِر.

**خَشخاش:** ث. خَس خَس.

**خُشڪُ:** ص (ف) سُڪل. اُساٺيل. اُجايل. اڻپو. رُکو. بي سواد. هڪ ذات جو نالو.

**خُشڪ ٿيڻ:** سُڪڻ. ڪومائجڻ. رُکو ٿيڻ.

**خُشڪ پوک:** ث. سُڪل پوک- اُساٺيل پوک.

**خُشڪ دماغ:** ص. سوداڻي. خِنفاني. ڪند ذهن.

**خُشڪ سالِي:** ث. پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب سوڪهڙو.

**خُشڪ قِندي:** ث. ترڙو- هلڪو- ڪَچ ڪلام.

**خُشڪ مزاج:** ص. رُکو روح. ورچندڙ- بيزار.

**خُشڪا، خُشڪو:** ذ. پَٽ جو هڪ قسم (جنهن ۾ چانور چُڙيهجن).

**خُشڪِي:** ث (ف) سوڪهڙو. سُڪل زمين. زمين- ڌرتي. پاڻيءَ کان آجي زمين. اُڃ- پياس. (ص) رُکو- بدمزاج.

**خُشڪيون پچائڻ:** بيسودا ڳالهيون ڪرڻ- پڇيچائڻ- پُور جاڳڻ.

**خُشڪيون چڙهڻ:** زبان سُڪي وڃڻ (اُڃ يا ڊپ سبب). حواس گم ٿيڻ. پريشان ٿيڻ.

**خُشڪيون هڻڻ:** خيال هڻڻ- پُور هڻڻ.

**خَشَمَ:** ث (ف) ڪاوڙ- چڙ.

**خَشمُگين:** ص. ڪاوڙيل- چڙيل. ناراض.

**خُشُوع:** ذ (ع) عاجزي- نوڙت.

**خُشُوع خُضوعُ:** ذ. نهايت عاجزي ۽ نوڙت واري حالت.

**خُشُونَت:** ث (ع) سختي- رُکائي. چڙ- ڪاوڙ. نفرت- بُڇان.

**خَشيَت:** ث (ع) ڊپ- خوف- ڊڄ.

**خصالُ:** ذ (ع: "خصلت" جو جمع) عادتون- لڇڻ. اعمال.

**خَصالتَ:** ث (ع) خصلت. عادت- خُو. سُڀاءُ- مزاج. خوبي. طبيعت.

**خَصائِلَ:** ذ (ع: "خصلت" جو جمع) عادتون- لڇڻ.

**خَصلتَ:** ث. عادت. مزاج. خاصيت. لياقت. قسم- نمونو.

**خَصَمُ:** ص (ع) مخالف- ويري. گهرو ارو- مڙس.

**خُصوصاً، خُصُوصِي:** ظ (ع) خاص ڪري- خاص طرح.

**خُصُوصيَتَ:** ث (ع) خاص گڻ- خاص صفت. خاصيت.

**خُصُومَتَ:** ث (ع) دشمني- عداوت. بغض. جهيڙو.

**خَصِي:** ص (ع) کٽ ڪيل (جانور)- کَسي.

**خَصِي ڪرڻ:** بي همت ڪرڻ. مڙسيءَ کان وِهارڻ.

**خَصيو:** ذ (ع) آنورو- فوطو.

**خِضابُ:** ذ (ع) اڇن وارن کي ڪارو ڪرڻ جو خاص رنگ- ڪيس.

**خضاب لائڻ:** وار ڪارا ڪرڻ. الزام مڙهڻ- عيب ڍڪڻ.

**خِضَر:** ذ (ع) هڪ پيغمبر سڳورو (جنهن آب حيات پيتو ۽ قيامت تائين زنده رهندو). (ص) رهبر.

**خُضوعُ:** ذ (ع) عاجزي. آزي- منٿ. نيزاري.

**خَطُ:** ذ (ع) ليڪو. چِٺي. لکت- تحرير. ڏاڙهيءَ جي ريهه.

**خَط اچڻ:** ڏاڙهي ظاهر ٿيڻ. چِٺي اچڻ.

**خَط استوا:** ذ. زمين کي الهندي اڀرندي پاسي اڌ ڪندڙ خيالي ليڪ.

**خَطُ اُفق:** ذ. ڌرتيءَ آسمان جي ملڻ واري حد جو ليڪو. حد نگاهه

**خَط ناهڻ:** حجامت ڪرڻ.

**خط پَٽُ:** ذ. چِٺي چپاٽي. حال احوال- سُڌ سماءُ.

**خط جَدِي:** ذ. خط استوا کان سادا ٽيويهه درجا ڏکڻ واري خيالي ليڪ (جنهن تائين سياري ۾ سج هني).

**خَط خُطُوط:** ذ. چِٺيون چپاٽيون- خط پٽ.

**خَطِ سَرطانُ:** خط استوا کان سادا ٽيويهه درجا اُتر واري خيالي ليڪ (جنهن تائين اونهاري ۾ سج هلي).

**خط طُغري:** ذ. بادشاهي فرمان لکڻ لاءِ پيچيده تحرير جو هڪ نمونو.

**خَط ڪتابَتَ:** ث. چِٺي چپاٽي- خط پٽ. لکپڙهه.

**خط ڪَش:** ذ. مترماپ جو ليڪون ڪڍڻ لاءِ هڪ وڏو ڪواوزار.

**خط عَمُود:** ذ. ٻه گونيون ڪندڙ ناهيندڙ ليڪ.

**خَطُ مُتوازِي:** ذ. ٻيءَ ليڪ سان برابر مفاصلي تي هلندڙ ليڪ- ٻور وچوٽ ليڪ.

**خَط مَحوَر:** ذ. اها خيالي ليڪ جنهن تي زمين ڦرندي رهي ٿي.

**خَطَ مُستقيم:** ذ. سڌي ليڪ- سنئين ليڪ.

**خَطِ مُلاقِي، خَطِ مَماس:** ذ. جاميٽري موجب گهيري کي هڪ ئي نقطي تي ڇهندڙ ليڪ.

**خط وَنائڻ:** ڏاڙهيءَ جي سنوارت لهرائڻ.

**خَطا:** ث (ع) ڀُل چُڪ- غلطي- سَهو. ڏوهه- قصور. گناهه.

**خَطا ٿيڻ:** ڀُلَ ٿيڻ. گُسي وڃڻ (نشانو). وَهڻ (پيشاب).

**خَطا پوشُ:** ص. گناهن تي پردو وجهندڙ. عيب ڍڪيندڙ.

**خطا ڪائڻ:** ڀُل ڪرڻ- ڀُلجڻ. گناهه ڪرڻ. ڪيتو لوڙڻ.

**خطاوارُ، خَطاڪارُ:** ص.ڏوهي-گنهگار.

**خَطائون ڪٽڻ:** گناهبخشڻ-ڏوهصاف ڪرڻ

**خطابُ:** ذ(ع)گفتگو-ڳالهبولھ.مخاطبٿيڻ.تعريفي لقب.

**خطاب ڏيڻ:** لقبڏيڻ.

**خطابُ ڪرڻ:** وعظڪرڻ.تقريرڪرڻ.

**خَطابَت:** ث.تقريرجوفن.

**خطابَت:** ذ(ع)خطبوپڙهڻ.وعظ.خوش بياني.

**خَطاط:** ص(ع)ڪتابت ڪندڙ-ڪاتب-خوشنويس.

**خَطاطِي:** ث.ڪتابتجوفن-خوشنويسي.

**خُطبو:** ذ(ع)وعظ.تقرير.جمعي نماز۽عيد نماز جي موقعي تي پيش امام جي طرفان حمد وثنا ۽نصيحتواري تقرير.

**خَطرناڪ:** ص.پورتو-خوفناڪ.

**خَطرو:** ذ(ع)ڊپ-خوف.انديشو.

**خطري ۾ وجهڻ:** جوکي۾وجهڻ-مصيبت۾ڦاسائڻ.

**خَطمي:** ث.(ع)پسارڪي وکر جو هڪ قسم-گل خيرو.

**خَطڻ:** م.ليکوڪڍڻ-ليکڻ.حد مقرر ڪرڻ.

**خطو:** ذ(ع:خط)پرگهو.

**خُطوطَ:** ذ(ع:'خط' جو جمع)خطايَتْ.

**خَطيبُ:** ذ(ع)خطبوپڙهندڙشخص.تقريرون ڪندڙ.واعظ-مبلغ.

**خطيرُ:** ص(ع)گهڻو-جهجهو-زياده.

**خَفا:** ص(ف)بيزار.ناراض.

**خفا ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ.ورچائڻ.ناراض ڪرڻ.

**خَفتُ:** ذ.خفتان.ڳتي.پچار.سوداءُ.جنون.شوق.

**خَفتي:** ص.خفتاني-سودائي.شوقين.ڪڪڙڌاريندڙ۽وڙهائيندڙ.

**خفَت:** ث((ع)هنڪڙائي.پشيماني.ذلت.شرمندگي.

**خُفتہ:** ص(ف)سُتل.غافل.

**خفقان، خفخان:** ذ (ع) ڌڙڪو (دل جو). سوداءُ- وهم. ماليخوليا.چريائي.

**خفقان پچائڻ:** آجاياپهپچائڻ.اجايو خيالن۾پئي ڪي خوش ڪرڻ.

**خفقاني:** ص.سودائي.وهمي.

**خَفگِي:** ث(ف)بيزاري.ورچ.ناراضگي.

**خَفو:** ذ(ف)بيزاري.ورچ.ويچار-ڳتي.سوداءُ.

**خَفو پچائڻ:** ويچار ڪرڻ.سوداءُپچائڻ.

**خَفي:** ظ.بيزار-ڪڪَ-ورتل-ماندو.

**خفي ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ-هلاڪ ڪرڻ.

**خَفي:** ص(ع)لڪل-ڳجهو(ذڪر).

**خُفيو، خُفيہ:** ص(ع)لڪل-ڳجهو-پوشيدو.مخفي.

**خُفيہ پوليس:** ث.جاسوس پوليس-سي.آء.ڊي.

**خُفيہ ڪارروائي:** ث.لڪ ڇپ ۾ ڪم ڪرڻ جو عمل.

**خَفيفُ:** ص(ع)هلڪڙو.گهٽ.ٿورو.حقير-خسيس.

**خَلا:** ذ(ع)خالي جاءِ.وٿي-خال.اها جاءِ جتي هوا نہ هجي.زمين ۽ آسمان جي وچ وارو پولار.

**خَلاصُ:** ص(ع)آزاد-ڇٽل.آجو-فارغ.ختم.

**خلاص ڪرڻ:** پورو ڪرڻ-ختم ڪرڻ.ماري ڇڏڻ.

**خَلاصِي:** ث.آزادي-ڇوٽڪارو-رهائي.

**خَلاص پاڙِي:** ث.پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**خُلاصو:** ذ (ع) اختصار- تَتْ. نتيجو- حاصل مطلب. (ص) ويڪرو-موڪرو.خاص-نجو-شخصي.اڪيلو-الڳ.

**خُلاصائي، خُلاصگِي:** ث. ويڪرائي- ڪشادگي. واندڪائي.اڪيلائي.

**خَلاصِي:** ذ.بحري جهاز جو هڪ ننڍو ملازم.سامان ڍوئيندڙ ۽ان جي حفاظت ڪندڙملازم.

**خلافُ:** ص(ع)ابتڙو-مخالف.ابتڙ-برعڪس.(ذ)اختلاف.

**خلافَ بَياني:** ث.مخالفت۾ڳالهائڻ.ابتڙڳالھ(سچ جي).ڪوڙ.

**خلاف دَستور:** ظ.عادت جي ابتڙ.قانون جي ابتڙ.

**خلاف راءِ:** مرضيءَجي ابتڙ.

**خلاف شرع:** ظ.شريعت جي ابتڙ-ناجائز.

**خلاف طبعَ:** ظ.مزاج جي خلاف.

**خلاف عقل:** عقل جي اُبتڙ-سمجهکان باهر.

**خلاف وَرزي:** ث.قاعدي جي ڀڃڪڙي.اصول جي برخلاف.

**خلاف وضع:** ظ.طريقي ۽عادت جي ابتڙ.رسم رواج جي برعڪس.

**خلافَت:** ث (ع) جاءِ نشيني (نبيءَ يا وليءَ جي). خليفي جو عهدو.بادشاهت.

**خلافت تحريڪ:** ث. ترڪيءَ ۾ عثمانيہ خلافت جي قيام لاءِ هندستان ۾ 1920ع ۾ هلايل تحريڪ.

**خلافتَ راشدَہ:** ث.نبي سڳوري جي ڄاڻن جاءِنشين اصحابن ۽خليفن جي حڪومت ۽ان جو عرصو.

**خلافَتي:** ص.خلافت تحريڪ۾ بهرو وٺندڙ.

**خَلاقُ:** ص(ع)وڏوپيدا ڪندڙ-خلقيندڙ.

**خِلال:** ص (ع) ڏند کوتي. وضوءِ ۾ ڏاڙهيءَ جي وارن، آڱرين جي وِچين ۾ پاڻي ڏيڻ جو رڪن.

**خَلائق:** ذ (ع: "خلقت" جو جمع) مخلوقات- ماڻهو. طبيعتون- مزاج.

**خُلَت:** ذ (ع) گهاٽي دوستي. محبت. دوستي.

**خُلت خنجر:** محبت جي ترار.

**خَلجان:** ذ (ع) ڌڙڪو. انديشو. ويچار. ٻُڏتر.

**خَلجي:** اسم خاص. ترڪ نسل مان دهليءَ جي بادشاهن جو هڪ گهراڻو.

**خَلخال:** ذ (ع) پير جو هڪ قسم- پازيب.

**خُلدُ:** ذ (ع) هميشه رهڻ واري جاءِ. بهشت- جنت.

**خُلد آشيانُ، خُلد مَڪاني:** ص. بهشت ۾ رهندڙ- جنتي. مرحوم.

**خُلد بَرين:** ذ. سڀ کان مٿاهون بهشت- فردوس اعلي.

**خَلش:** ث (ف) چُڀڪار (ڪنڊي جو). ڪَنڊو. رنجش. بغض.

**خلش وڌڻ:** ڪنڊو لڳڻ. ڪاوڙجڻ.

**خَلطُ:** ذ (ع) ملاوت- آميزش.

**خَلطُ مَلطُ:** ظ. گاڏڙ ساڏڙ- ڪَڏو چڙ.

**خِلطُ:** ذ (ع) جسم ۾ چئن رطوبتن مان ڪا به هڪ (صفرا، سوداءُ، بلغم، رت).

**خُلعُ:** ذ (ع) حق مهر وٺڻ کان سواءِ ورتل طلاق.

**خِلعَت:** ث (ع) بخشش طور مليل پوشاڪ. بادشاهه يا بزرگ کان عزت افزائيءَ طور مليل لباس- سروپ.

**خلعَت فاخره:** ث. اعلي سروپ. نفيس لباس.

**خَلَفُ:** ذ (ع) جاءِ نشين- قائم مقام. وارث. پٽ. فرمانبردار.

**خُلَفاءُ:** ذ (ع: "خليفه" جو جمع) خليفا. جاءِ نشين. پوئلڳ.

**خُلفاءِ راشدين:** ذ. رشد ۽ هدايت وارا خليفا (حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه).

**خَلقَ:** ث (ع) انسانذات- ماڻهو. مخلوق. ماڻهن جو انبوهه.

**خَلق آزار:** ص. عام ماڻهن کي آزاريندڙ- ظالم.

**خَلق ڪلائڻ:** خوار ٿيڻ. بدنام ٿيڻ.

**خُلقُ:** ذ (ع) سڀاءُ- مزاج. اخلاق. سلڇڻائي. عزت ڀري اٿڻي ويهڻي.

**خُلق ڏيڻ:** محبت سان پيش اچڻ.

**خُلق وارو:** ص. بااخلاق- سلڇڻو.

**خَلقَت:** ث (ع) ماڻهو. مخلوق. ماڻهن جو انبوهه.

**خِلقَت:** ث (ع) پيدائشي سڀاءُ. سرشت- فطرت. قدرت.

**خَلقڻُ:** م. پيدا ڪرڻ- اُپائڻ. ناهڻ- بنائڻ.

**خَلقڻهارُ:** ص. پيدا ڪندڙ- خلقيندڙ. (ذ) خدا تعالي.

**خَلقيل:** ص. پيدا ڪيل. (ث) ڪائنات- خلقت.

**خَلَلُ:** ذ (ع) رخنو- اٽڪاءُ. ڦوٽ- وِٿي. چير. فتور. ڦيٽارو. خرابي. بيماري. مونجهارو. فساد. آزار. خامي.

**خَلل اندازي:** ث. هٿ چراند. اٽڪاءُ. فتور.

**خَللُ جاڳائڻ:** رنڊڪ وجهڻ. جهيڙو مچائڻ. فساد پيدا ڪرڻ.

**خَلل دماغ:** ص. ماليخوليا- سوداءُ- چريائي.

**خَللي:** ص. فسادي- جهيڙا ڪار- ٻچاڙو.

**خُلمُ:** ذ. رولو. ماندائي- آزار. نقصان.

**خُلمُ پارڻُ:** آزار پيدا ڪرڻ. رولو وجهڻ. فساد مچائڻ.

**خلوَتَ:** ث (ع) تنهائي- اڪيلائي. اڪيلائيءَ وارو هنڌ. گوشه نشيني.

**خلوت پسندُ:** ص. اڪيلائي پسند ڪندڙ.

**خلوَتَ خانو، خلوَتگاه:** ذ. ڪيلائيءَ واري جاءِ. خوابگاهه.

**خلوت ڪرڻ:** ڪيلو ٿيڻ.

**خلوَت نشين:** ص. گوشه نشين. تارڪ.

**خَلوَتي:** ص. اڪيلائي پسند- لوڪ تياڳي. گهاٽو دوست- حال محرم.

**خُلوصُ:** ذ (ع) سچي دوستي. سچائي. وفاداري.

**خُلوص نيت:** نيڪ ارادو- دل جي سچائي.

**خَليٽو:** ذ. ڳوٿري- پوٽڙي- ٿيلهو.

**خَليجُ:** ذ (ع) اُپسمنڊ. وڏي ويڪري ڍڳهي سامونڊي گهار.

**خَليفو:** ذ (ع) جاءِ نَشين- قائم مقام (بادشاهه يا درويش جو). عيوضي. خدا جو نائب (جيڪو ملڪ جي حڪومت هلائي).

**خَليفتہُ الله:** ص. الله جو نائب. حضرت آدم عليه السلام جو لقب.

**خَليقُ:** ص (ع) پيدائشي نيڪ سڀاءُ وارو. خوش اخلاق. سلڇڻو.

**خَليل:** ث. تاس راند جو هڪ قسم (جنهن ۾ فقط ٽي پتا ڪيڏي سگهن).

**خَليلُ:** ص (ع) سچو دوست.

**خَليلُ الله:** ذ. الله جو دوست (حضرت ابراهيم عليه السلام جو لقب).

**خَليو:** ث ((ع) جسم جو تمام ننڍو خانو- گهرڙو- سيل.

**خَمُ:** ذ (ف) ڏنگ- ٽيڙ. وَر- موڙ.

**خَم اَبرُو:** ذ. ڀرن جي ڏنگائي.

**خمدارُ:** ص. ڏنگو- مڙيل. ورو ڪڙ وارو- پيچدار.

**خُمُ:** ذ (ف) شراب جو مٽ- ڏنگ.

**خُمخانو:** ذ. شراب خانو- ميڪدو.

**خُمارُ:** ذ (ع) نشو- ڪيفَ. نشي جي مستي. نشي جو سرور. نشي لهڻ ڪان پوءِ سستي. ڳهر (ننڊ).

**خُمارُ آلوُد:** ص. نشي ۾ چُور- خماريل.

**خُمارجَڻُ:** م. نشي ۾ اچڻ. ڳهرجڻ (ننڊ ۾).

**خُمارڻ:** م. شراب پيارڻ- موالي ڪرڻ.

**خُماري:** ث. خمار- نشو.

**خُماسي:** ص. علم نحو موجب پنجن اکرن وارو لفظ.

**خُمچو:** ذ. ناز- نخرو- انگل.

**خُمچا ڪرڻ:** ناز نخرا ڪرڻ.

**خُمرُ:** ذ (ع) انگورن جو سنڌيل رس. شراب.

**خُمرو:** ذ (ف) ٽيپي نما لڪر جو هڪ ٽڪرو- لڪر جو ٽيپو

**خُمسُ:** ذ (ع) پنج عدد. پنجون حصو. مال غنيمت جو پنجون حصو (جيڪو غريبن ۽ يتيمن لاءِ وقف ڪجي).

**خَموشُ:** ص (ف) خاموش.

**خَميازو:** ذ (ف) بدلو- عيوض. نتيجو (عمل جو).

**خَميده:** ص (ف) ڏنگو- ڦڏو- مڙيل.

**خَميرُ:** ذ (ف) ڳهيو وقت رکڻ ڪري کٽي ٿي ويل شيءِ (خصوصاً ڳوهيل اٽو). سَٽَ- جوهر. بنوت. سرشت. فطرت. مزاج. جسم جي مٽي.

**خمير ڪرڻ:** سرشت ۾ فرق اچڻ.

**خَميرو:** ذ (ع) ڳوهيل پروٽو اٽو. چاشني ۾ پڪل معجون.

**خَميسَ:** ث (ع) هفتي جو پنجون ڏينهن.

**خَميص:** ث. قميص- چولو.

**خَناسُ:** ذ (ع) شيطان. جن. خبيث روح. (ص) بدڪار. فسادي.

**خُناقُ:** ذ (ع) ڳچيءَ جي هڪ بيماري.

**خُنامُ:** ذ. مرض. مصيبت- آزار. فساد. نقصان. گهوڙي ۽ ڳئن جي هڪ بيماري.

**خنجَرُ:** ذ (ف) وڏو چرو. ڪٽار.

**خنجري:** ث. دمڙي- ڏيڪي.

**خَندانُ:** ص (ف) کلندڙ. خوش.

**خَندَقَ:** ث (ع) دشمن جي لشڪر کان بچاءَ لاءِ چوڌاري کوٽيل کاهي.

**خَندو:** ذ (ف) کل. ٽهول- چٿر.

**خَندَه:** ص (ف) کلندڙ.

**خَندَهَ پيشاني:** ث. کِلَ مُکائي. خوشمزاجي.

**خَندَه رُو:** ص. کِل مک- کِلنو. خوش اخلاق.

**خَندَه زَني:** ث. چٿر- ٽهول.

**خَنزيرُ:** ذ (ع) سوئر- سرون.

**خُنُڪُ:** ص (ف) ٿڌو- سرد.

**خُنُڪارَ:** ث (ف) ٿڌڪار- ٺار. چستي. فرحت. مستي- خمار. هوشياري.

**خُنڪي:** ث. ٿڌڪار- ٺار. تازگي. چستي. هوشياري- سجاڳي.

**خُنڪي ڏيکارڻ:** ڪڙائي ڏيکارڻ. آڪڙ ڏيکارڻ. عشق ڪي ڪرڻ.

**خوگرُ:** ص. عادي- هيراڪ. چهيندڙ. طلبگار.

**خواب:** ذ (ف) ننڊ. سپنو- سهڻو. تصور. گمان.

**خَواب آلوده:** ص. ننڊ ڪڙو- خمار يل- پنڪيل.

**خواب آور:** ص. ننڊ آڻيندڙ- ننڊ ڏيندڙ. ننڊ ڪرائيندڙ (دوا غيره).

**خواب ٿيڻ:** غائب ٿيڻ. گم ٿيڻ.

**خواب پريشان:** ذ. ڏيڄاريندڙ خواب. منجهيل خواب.

**خواب خيالُ:** ذ. وهم گمان. سوچ ويچار.

**خواب غَفلت:** ذ. بيپرواهيءَ جي ننڊ- اگوندرائي.

**خوابگاه:** ث. سمهڻ جو ڪمرو- بيڊروم. خلوتگاه.

**خواب لهڻ:** سپنو ڏسڻ. اوچتو ڪا ڳالهه خيال ۾ اچڻ. وهم ٿيڻ. اميد رکڻ.

**خواب هُجڻ:** ڪجهه به نه هجڻ- خالي وهم هجڻ.

**خَوابيدگي:** ث. غفلت- سستي- لاپرواهي.

**خوابيده:** ص. ستل. غافل. سست- ڪاهل.

**خَواتين:** ث (ع: خاتون جو جمع) عورتون.

**خَواجه، خُواجه:** ذ (ف) آقا- مالڪ. سردار. هڪ ذات جو نالو.

**خواجه تاش:** ص. هڪ مالڪ جي سيني نوڪرن مان هرهڪ.

**خواجه سَرا:** ذ. نامرد غلام (جيڪو دستور مطابق امير جي حويليءَ جو خاص ملازم هجي).

**خوارُ:** ص (ف) پيڪ (مرڪب لفظن ۾ پڇاڙيءَ صفتي پڇاڙي: شير خوار، خونخوار وغيره).

**خُوارُ:** ص (ف) بدنام- رسوا. رولو. دربدر.

**خوار ڪرڻ:** ذليل رسوا ڪرڻ. ڪلارو ڪرڻ. حيران ۽ پريشان ڪرڻ.

**خوار خراب:** ذ. ذليل- بي مانو.

**خُوار زبل:** ص. خوار- بدنام. ڪميڻو. بدچال.

**خُواري:** ث (ف) بدنامي- رسوائي. گِلا. ذلت. آوارگي.

**خُواريءَ ڪاڏو:** ص. بدنام- رسوا. ذليل. عيب جوئي ڪندڙ.

**خَواستَ:** ث (ف) عرض- گذارش. التجا- سوال. طلب. چاهه. خواهش.

**خواستگار:** ص. چاهيندڙ- منگيندڙ. خواهشمند. گهرجائو. اميدوار.

**خواستگاري:** ث. چاهت- آرزو. طلب.

**خَواسته:** ذ (ف) گهريل (مرڪبن جي پڇاڙيءَ ۾ ايندڙ. مثلاً: خدانخواسته= خدا نه گهري يا خدا نه ڪري).

**خَواصُ:** ذ (ع: خاص جو جمع) چونڊ شخص. اميرامراءُ. خصوصيتون.

**خَواصي:** ث. خدمتگاري. همنشيني.

**خوانُ:** ص (ف) پڙهندڙ. ڳائيندڙ (جيئن ثنا خوان. مدح خوان وغيره).

**خواني:** ث. پڙهڻ جو ڪم- پڙهائي (مثلاً: قرآن خواني. ثنا خواني وغيره).

**خوانُ:** ذ (ف) طباق- ٿالهه. دستر خوان.

**خوان پوش:** ص. طعام ڍڪڻ جو ڪپڙو.

**خوان سالار:** ص. کاڌي تي نظرداري ڪندڙ داروغو- خان سالار.

**خوانِ نَعمت:** ث. لذيذ قسمن جي کاڌن وارو ٿالهه.

**خُوانچو:** ذ (ف) ماني رکڻ لاءِ وڏو ٿالهه. گهورڙيي جي شين رکڻ لاءِ ٿالهه.

**خُواندگي:** ث (ف) پڙهائي- تعليم.

**خُواندو:** ص (ف) پڙهيل. ڄاڻو.

**خواهُ:** ص (ف) گهورو- چاهيندڙ. طالبو. (حرف جر) يا- توڙي. پڻ. نہ تہ.

**خواه مخواه:** ظ. هرو ڀرو. بي سبب.

**خواهانُ:** ص (ف) چاهيندڙ- خواهشمند. طالبو.

**خواهشَ:** ث (ف) گهر- طلب. چاهه- سڌ. مرضي. شوق. تمنا- آرزو.

**خواهش مندُ:** ص. چاهيندڙ- گهرندڙ. گهرجائو- ضرورتمند.

**خواهَرَ:** ث (ف) ڀيڻ- همشيره.

**خُوبُ:** ص (ف) سٺو- بهتر. عمدو. وڻندڙ. سهڻو. اعلي.

**خُوبتر:** ص. وڌيڪ سٺو- بهترين.

**خُوبرو:** ص. سهڻو- حسين.

**خوب سيرتَ:** ص. سلڇڻو. نيڪ اعمال. فضيلت وارو.

**خُوبصورتَ:** ص. سهڻو- حسين.

**خُوبصورتي:** ث. سهڻائي. سونهن- حسن- جمال.

**خُوب نُما:** ص. سهڻي ڏيک وارو. سٺائي- عمدائي.

**خُوباني:** ث. ميوي جو هڪ قسم- زردالو.

**خُوبي:** ث (ف) سٺائي- بهتري- ڀلائي. نيڪي. خاصيت. ليقت. چڱائي.

**خوجو:** ذ. خوجو. خوجا قوم جو فرد. آغاخان جو پوئلڳ.

**خُودُ:** ذ (ف) جنگ ۾ بچاءَ لاءِ لوهي ٽوپ- هول.

**خُودُ (اُچار= خُدُ):** ض (ف) پاڻ- آپ.

**خُود اختياري:** ث. آزادي- ڇڙواڳي.

**خود باف:** ذ (ف) ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم. ڪُل جو هڪ قسم.

**خُودبَخُودُ:** ظ. پنهنجو پاڻ. پاڻ مرادو. ازخود. قدرتي طرح. ڄاتي واڻي.

**خُودبينُ:** ص (ف) فقط پاڻ کي ڏسندڙ. مغرور.

**خودبيني:** ث. مغروري. وڏائي- تڪبر.

**خُودثنائي:** ث (ف) پاڻ کي پڏائڻ- پاڻ کي ساراهڻ.

**خُود پسند:** ص. خُودبين- خودپرست.

**خُوددارُ:** ص (ف) پاڻ آڌار. غيرتمند. پاڻ کي ڪريل حرڪتن کان بچائيندڙ. پنهنجي عزت جي ساک رکندڙ.

**خُودداري:** ث. پنهنجي عزت ۽ وڏائي ۽ جي حفاظت. غيرت.

**خُودراءِ:** ص. پنهنجي مرضيءَ موجب هلندڙ- هٺيلو- خودخيال.

**خود رفتگي:** ث. بيخودي- مدهوشي.

**خُودرُو:** ص (ف) پاڻهي پيدا ٿيندڙ (بوٽا، اوپڙ).

**خُودساخته:** ص (ف) پنهنجو ٺاهيل. پاڻهي پاڻ ٺهيل.

**خُودستائي:** ث (ف) پنهنجي تعريف. خودثنائي.

**خُودسَرُ:** ص. پاڻ وهيڻو. ضدي- هوڏي. سرڪش.

**خُودسَري:** ث. هٺ- ضد. سرڪشي. خودمختياري- ڇڙواڳي.

**خُودُ غَرَضُ:** ص. پنهنجي غرض وارو. فقط پنهنجو فائدو ڳوليندڙ. مطلبي. لالچي.

**خودغَرضي:** ث. پنهنجو مطلب. پنهنجي فائدي جي طلب. لوڀ.

**خود فَراموشي:** ث. پاڻ کي وسارڻ. غفلت. بي غرضي.

**خودڪار:** ذ. پاڻمرادو- آٽوميٽڪ.

**خُود ڪامي:** ث. فقط پنهنجي بهتري چاهڻ واري حالت.

**خُودڪش:** ص. پاڻ ماريندڙ. (خودڪش حملو= ٻئي کي مارڻ جو اهڙو طريقو، جنهن ۾ ماريندڙ پاڻ بہ مري وڃي).

**خُودڪُشي:** ث. پاڻ کي مارڻ. آپگهات.

**خُود ڪَشيدو:** ص. موهيندڙ- تمام وڻندڙ- بهترين.

**خُودمُختار:** ص. پنهنجي مرضيءَ وارو. ڇڙواڳ- آزاد.

**خُودمُختاري:** ث. آزادي- ڇڙواڳي.

**خُودنُما:** ص. ڏيکاٽو- ترڙو. مغرور.

**خُودنُمائي:** ث. پاڻ پڏائڻ. وڏائي- ٺاٺ. آڪڙ.

**خُوديَاوَري:** ث. پنهنجي مدد- پنهنجي همت. پاڻ تي ڀاڙڻ.

**خُودي:** ث (ف) پاڻ پڻو- آپو- انانيت. احساس برتري. فخر-

وڏائي. غرور- هٺ. خودداري.
**خُودي ڏيکارڻ:** اختيار ڏيکارڻ. وڏائي ڏيکارڻ. مغروري ڏيکارڻ.
**خودي کائڻ:** پاڻپتو ختم ڪرڻ- انا مارڻ. نفس کي مات ڪرڻ.
**خُودي وَرندي ڏيڻ:** سامهون ٿيڻ- خفا ٿيڻ.
**خور:** ص. کائيندڙ (مرڪبن ۾ ڪتب ايندڙ. مثلاً: گوشت خور. رشوت خور وغيره).
**خوراڪَ:** ث (ف) کاڌو- کاڄ. مغزيات پيل غذا.
**خوراڪي:** ص. گھڻو کائيندڙ. سٺو ڪاڌو کائيندڙ. سٺي کاڌي جو شوقين.
**خُوردُ (اچار= خُردُ):** ذ (ف) کاڌو- کاڄ.
**خُورد نوش:** ذ. کاڌو پيتو. داڻو پاڻي.
**خُورد:** ص (ف) ننڍو. ٿورو. گھٽ.
**خُوردبيني:** ث. ننڍي شيءِ کي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار.
**خُوردسال:** ص. ننڍيءَ عمر جو- صغير.
**خُورد و ڪَلان:** ص. ننڍو وڏو.
**خُوردَو:** ذ (ف) ننڍا سڪا. چِڙيا پئسا. ريزگاري.
**خُوردسَندُ:** ص (ف) خوش- سرهو. سُکيو- آسودو.
**خُورش:** ث (ف) غذا. کاڌو- کاڄ.
**خُورشيدُ:** ذ (ف) سِج- آفتاب. مرد توڙي عورت جو نالو.
**خُوشَ:** ص (ف) سَرهو- شاد. راضي. مطمئن. سُکيو- آسودو. چڱو ڀلو- تندرست.
**خوش آمَديد:** ذ. ڀليڪار- مرحبا. ڀلي ڪري آيا.
**خُوش آهنگ:** ص. سُريلو. ڪِل خوشيءَ سان ڪم ڪرڻ وارو.
**خُوش آينده:** ص. دل کي وڻندڙ- خوش ڪندڙ.
**خُوشُ اَخلاقُ:** ص. سهڻن لڇڻن وارو. اخلاق وارو.
**خُوشُ اُسلوبُ:** ص. سٺي طريقي وارو. سهڻي نموني.
**خوش اسلوبي:** ث. عمدو طريقو- سهڻي طرز.
**خوش اَطوارُ:** ص. سٺين عادتن وارو. فضيلت وارو.
**خُوش اقبال:** ص. ڀڳو- ڀ مراد- بختاور.
**خُوش الحانُ:** ذ. وڻندڙ مٺي آواز وارو. سُريلو.
**خُوش اَندامُ:** ص. سهڻن عضون وارو. سڊول. نازڪ بدن.
**خوش انتظامي:** ث. سٺو انتظام- عمدو بندوبست.
**خُوش باشُ:** ص. خوش رهندڙ. سکيو آسودو. تندرست. بيفڪر.
**خوش بَخت:** ص. ڀاڳو.
**خُوش بيان:** ص. سٺو ڳالهائيندڙ. شيرين گفتار. فر و ري تقرير ڪندڙ.

**خُوش بياني:** ث. فصاحت ۽ بلاغت.
**خُوش پوشُ، خوش لباس:** ص. وڻندڙ لباس پهريندڙ.
**خُوشحالُ:** ص. سکيو آسودو. هوند وارو- مالدار.
**خوشحالي:** ث. سک آسودگي. دولتمندي.
**خُوشخَبري:** ث. خوشيءَ واري خبر. بشارت- نَويد. مُبارڪ.
**خوش خَرامي:** ث. سُهڻي ٽور. نازواري هلڻي.
**خُوش خصالُ:** ص. وڻندڙ خصلتن وارو. اخلاق وارو.
**خُوشخَطُ:** ص. سٺ اکر لکندڙ. (ذ) سهڻا اکر.
**خُوشخَطي:** ث. سهڻي لکڻي- عمدي تحرير. ڪتابت.
**خُوش خَلقُ:** ص. سٺي سڀاءَ وارو. رلڻو ملڻو. لحاظ وارو.
**خُوش خوراڪ:** ص. گھڻو کائيندڙ. سٺو کاڌو کائيندڙ. کاڌي جو شوقين.
**خُوش خيال:** ص. عمدن خيالن وارو. شاعر. مصنف.
**خُوش دلُ:** ص. کلمک- رَلڻو ملڻو. چرچائي- مذاقي.
**خُوش دلي:** ث. دل جي پسندي. دل کي وڻندڙ عمل. کل ڀوڳ.
**خُوش ذائقه:** ص. سٺي سواد وارو. لذيذ- سوادي.
**خُوش زباني:** ث. چترائي- مٺو ڳالهائڻ.
**خُوشطَبعُ:** ص. سٺي مزاج وارو. کِل مُک- ڀوڳائي.
**خُوشطَبعي:** ث. کِل مسخري. چرچو گهٻو.
**خُوش طِينَت:** ص. نيڪ خصلت- خوش اطوار.
**خُوش عنان:** ص. مطيع- فرمانبردار. اصيل گھوڙو.
**خوش فهمي:** ث. اجائي اميد.
**خُوش قسمَت:** ص. ڀڳو- نصيب وارو.
**خوشقسمتي:** ث. ڀاڳ- بختاوري.
**خُوش قلم:** ص. سهڻو لکندڙ.
**خوش ڪرڻ:** راضي ڪرڻ. تسلي ڏيڻ. فرحت بخشڻ.
**خُوش گُفتارُ:** ص. سٺو ڳالهائيندڙ. سهڻي گفتگو ڪندڙ.
**خُوش گُلو:** ص. سُريلو. مِٺي آواز وارو.
**خُوشگُوارُ:** ص. طبيعت خوش ڪندڙ (ڳالهه. کاڌو. ماحول). وڻندڙ (موسم). پسنديده.
**خُوشمِزاج:** ص. سهڻي سڀاءَ وارو. کِلمک- خوشطبع.
**خوشمِزاجي:** ث. چرچو گهٻو- کِل ڀوڳ.
**خُوش معامله:** ص. چڱيءَ هٿ وارو. ڏيتي ليتيءَ جو صاف.
**خوشنَصيبُ:** ص. سٺي ڀاڳ وارو- ڀاڳو.
**خوشنَصيبي:** ث. ڀاڳ- نيڪ بختي.

**خُوشنما**: ص. سهڻي ڏيکاءُ وارو. سِياڳو.

**خوشنُمائي**: ث. زيبائش - ڏيک ويک. سُهڻائي.

**خُوشنُودُ**: ص. خوش - سرهو. سکيو آسودو.

**خُوشنُودي**: ث. خوشي. راضپو. مرضي.

**خُوشنويس**: ص. سٺا اکر لکندڙ. سهڻو ڪاتب.

**خوش نيتي**: ث. ايمانداري. خير خواهي.

**خُوش و خُرمُ**: ص. خوش باش. سکيو آسودو. تندرست.

**خوش وقت**: ذ. خوشحالي - آسودگي.

**خُوشامَد**: ث (ف) آڌرڀاءُ - تواضع. حدکان وڌيڪ آڌرڀاءُ. چاپلوسي.

**خوشامَدي، خُوشامَدڙيو**: ص. خوشامد ڪندڙ. اجائي تعريف ڪندڙ. چاپلوسي.

**خُوشبُوءِ**: ث (ف) سڳنڌ - سرهاڻ. عطر وغيره.

**خوشبودار**: ص. سڳنڌ وارو - سرهو. مُعطر.

**خوشه**: ذ (ف) سَنگ (پوک جو). چڳو (ڏاک جو).

**خوشه چِينُ**: ص. چونڊو ڪندڙ. فائدو وٺندڙ. فيض حاصل ڪندڙ.

**خُوشي**: ث (ف) سرهائي. سک - راحت. مرضي.

**خوشيءَ سان**: ظ. رضامنديءَ سان - ڏاڍي اُمنگ ۽ چاهه سان.

**خُوشي ڪرڻ**: جشن ڪرڻ. ڪاڄ ڪرڻ. دعوت ڪرڻ.

**خَوضُ**: ذ (ع) غوطو. فڪر - ويچار. تحقيق - کوجنا.

**خَوفُ**: ذ (ع) ڊپ - ڊچ. خطرو - انديشو. الڪو. هراس.

**خوف ڪرڻ**: ڊڄڻ. انديشو ڪرڻ. رحم کائڻ.

**خوفائتو**: ص. ڊپ وارو - ڀوائتو. خطرناڪ.

**خَوفزَده**: ص. ڊنل - هراسيل.

**خوفناڪُ**: ص. ڀوائتو - ڊپ وارو. ڀيانڪ.

**خُوڪ**: ذ (ف) سوئر - خنزير - سُوئر.

**خولُ**: ذ (ف) ڪَلَ - غلاف - پوشُ.

**خولسَر**: ذ. چوٽيءَ وارو هڪ قسم جو پکي.

**خُومانُ**: ذ. گهٽوءِ سنو ڪاڏو.

**خومچو**: ذ. خوانچو - طبق.

**خُونُ**: ذ (ف) رتُ - لهو. قتل.

**خُونَ آشامُ**: ص. رت پيئندڙ - خونخوار.

**خُون آلود**: ص. رت هاڻو. رت ۾ ڀريل.

**خون افشاني**: ث. رت وهائڻ - خونريزي.

**خون بگڙڻ**: رت خراب ٿيڻ. ڪوڙهه جو مرض ٿيڻ.

**خُونَ بَها**: ث. مقتول جي وارثن کي خون جي عيوض مليل رقم - ديت.

**خُون پاڻي هڪ ڪرڻ**: گهڻي خونريزي ڪرڻ. سخت محنت ڪرڻ.

**خُون پيئَڻ**: رت چوسڻ. قتل ڪرڻ. آزارڻ.

**خون جو پياسو**: ذ. سخت ويري - مارڻ لاءِ تيار.

**خُون جي بُوءِ اچڻ**: دشمنيءَ جا آهڃاڻ اچڻ.

**خُون چڪان**: رت ۾ ٻڏل - خونريز.

**خُونَ خَرابو**: ذ. رت وهائڻ - خونريزي. جهيڙو جنگ.

**خُونريز**: ص. رت وهائيندڙ. قاتل. ظالم.

**خُونريزي**: ث. رت وهائڻ - قتل عام.

**خُونُ خشڪ ٿيڻ**: ساهه سڪي وڃڻ. خوف چڙهڻ. ڊپ ۾ حواس گم ٿيڻ.

**خُونخوارُ**: ص. رت پياڪ. وحشي. بيرحم. ظالم.

**خُونُ ڪرڻ**: قتل ڪرڻ. ڪُهڻ - مارڻ.

**خُون ناب**: ذ. رَت جا ڳوڙها - ڳڙ رت. (ص) ڳاڙهو - سرخ.

**خُونُ وَهائڻ**: رت وهائڻ. رت وهائڻ ڪرڻ.

**خون هڻڻ**: ساڳي خاندان جو هڻڻ - عزيز هڻڻ.

**خُوني**: ص. خون ڪندڙ. قاتل. ظالم - بيرحم.

**خوني دَست**: ذ. رت جو جُلاب - پيچش.

**خُونين**: ص. خون آلوده - رت هاڻو. ڳاڙهو لال - سرخ.

**خُوءِ**: ث (ف) سڀاءُ - مزاج عادت - خصلت. روش.

**خوءِ بَد**: ص. خراب خصلت - بد چلن.

**خويش (اُچار = خيشُ)**: ذ (ف) پاڻ - خود. پنهنجو. مائٽ - عزيز.

**خَيابان**: ذ (ف) باغ مان ويندڙ رستو. ريگستان ۾ آباد باغ. باغ - چمن. وسنءَ - آبادي.

**خيال**: ذ. (ع) ذهن ۾ آيل ڳالهه - تصور - ڌيان. توجهه. ٻُور - ارادو. راءِ. سمجهه. مرضي. راضپو. شوق. ڪِرتي - فڪر. گمان - شڪ. انديشو.

**خيال اولڻ**: دليل ڊوڙائڻ - گمان ويڙهائڻ.

**خيال بندي**: ث. خيالن جو سلسلو - خيالي تصوير.

**خيال تي چڙهڻ**: سمجهه ۾ اچڻ. ياد اچڻ.

**خيال ٿيڻ**: توجهه ٿيڻ. يادگيري پوڻ. لحاظ ٿيڻ.

**خيال پچائڻ**: ٻُور پچائڻ. رٿون رٿڻ.

**خيال پرست**: ص. وهمي - خبطي - خواب پسند.

**خيال رکڻ**: ڌيان رکڻ - توجهه ڏيڻ. سنڀال ڪرڻ - حفاظت ڪرڻ. ياد رکڻ.

**خيال فاسد:** ذ. خراب خيال- بيهودو تصور.

**خيال ڪرڻ:** ويچار ڪرڻ- غور ڪرڻ. اندازو لڳائڻ. سنڀال ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

**خيال ڪمائڻ:** صوفين جي اصطلاح ۾ توجهه پچائڻ.

**خيال ۾ آڻڻ:** سمجهه ۾ ويهارڻ. تصور ڪرڻ.

**خيال نہ آڻڻ:** توجهه نہ ڏيڻ. لحاظ نہ ڪرڻ.

**خيال نہ رهڻ:** ڌيان نہ رهڻ. ياد نہ رهڻ.

**خيالي:** ظ. تصوراتي. گماني. اندازي موجب.

**خيالي پُلاءُ:** اجايا خيال. اڻ ٿيڻيون ڳالهيون.

**خيالي پُلاءُ پچائڻ:** بي بنياد منصوبا سٽڻ. ناممڪن ڳالهيون سوچڻ.

**خيالي عدد:** ذ. صافي انگ. ذاتي عدد. غير محسوس عدد.

**خيالاتَ:** ذ (ع: 'خيال' جو جمع) خيال. پور. ويچار. وهم. ارادا.

**خيام:** ص. تنبو ٺاهيندڙ. هڪ مشهور فارسي شاعر جو تخلص- عمر خيام.

**خيانت:** ث (ع) کهوٽي (امانت ۾). بدديانتي- ڪپت. غبن. ويساهه گهاتي.

**خيانتي:** ص. خيانت ڪندڙ- ڪپتيو.

**خَير:** ذ. (ع) چڱائي- ڀلائي. نيڪي. ثواب. سلامتي. عافيت- تندرستي. سک. ڀيک- دان. (ظ) نيڪ- درست.

**خَيرُ البَشر، خَيرُالوَري:** ذ. انسانذات ۾ ڀلارو انسان (حضرت محمد ﷺ).

**خَيرُالعَمَلُ:** ذ. چڱو ڪم. ثواب جو ڪم.

**خَير انديش:** ص. ڀلائي چاهيندڙ.

**خَيرباد:** ذ. خير هجي. خدا حافظ- الوداع.

**خيرباد چوڻ:** ڪنهن شيءِ کي ترڪ ڪرڻ. الوداع چوڻ- موڪلائڻ.

**خير باشد:** خير ته آهي. خدا خير ڪري.

**خير بَرڪت:** ث. نيڪيءَ ۾ واڌارو. خوشيءَ جي مبارڪ ۽ ورندي.

**خير ٿيڻ:** بچاءُ ٿيڻ (ڪنهن حادثي کان). امن ٿيڻ- سلامتي ٿيڻ.

**خير چاهڻ:** عافيت گهرڻ. ڀلو چاهڻ.

**خير خَبر:** ث. سٺي خبر. عافيت جو احوال. نيڪ احوال. خوشخبري.

**خير خواهہ:** ص. ڀلو چاهيندڙ- گهٽگهرو. همدرد. نيڪ نيت.

**خَير خواهي:** ث. ڀلو چاهڻ- ڀلائي- نيڪي.

**خَير خَيرات:** ث. دان پن- ڏنو (خدا جي نالي).

**خَير دَلالي:** ث. خير جو ڪم. نيڪي جو ڪم.

**خير سان گذرڻ:** امن ۽ سلامتيءَ سان بسر ٿيڻ.

**خير سَلا:** ث. خير عافيت (مزاج پرسيءَ جو ڪلمو).

**خَير عافيت:** ث. سلامتي. سک سانت. امان امان.

**خير ڪرڻ:** خيرات ڪرڻ- دان ڪرڻ. سلامتي ڪرڻ.

**خير ڪندي هٿ سڙڻ:** چڱي ڪم ڪرڻ مان نقصان پهچڻ.

**خَيرُڪو:** ظ. غير موجود. نہ.

**خير ڪين:** ث. خوش خير عافيت. ڪيڪر.

**خَير گُهرڻ:** سلامتيءَ جي دعا گهرڻ. ڀلائي چاهڻ.

**خَير مَقدَم:** ذ. خوش آمديد- آجيان. استقبال- آدرڀاءُ.

**خير ئي خير:** سک سانت. ڪجهه بہ نہ.

**خَيري:** ص. خير وارو. سلامتيءَ وارو. امن وارو. نيڪ. عورت جو نالو.

**خَيرات:** ث (ع: 'خير' جو جمع) نيڪيءَ جا ڪم. نيڪيون- ڀلايون. ثواب جو ڪم. دان- ڀيک. صدقو.

**خيرات خانو:** ص. لنگر خانو- محتاج خانو.

**خَيرات ڏيڻ:** دان ڏيڻ. صدقو ڏيڻ.

**خَيراتي:** ص. بنہ معاوضي- مفت. منت جو.

**خَيرو:** ذ. (ع) هڪ قسم جو گل. (اسم خاص) مرد جو نالو.

**خير يافت:** ث. خير عافيت.

**خَيريت:** ث. (ع) نيڪي. ڀلائي- چڱائي. سلامتي. امن. عافيت. تندرستي.

**خيرگي:** ث. (ف) اکين آڏو اونداهي يا ترورا (چمڪاٽ جي نتيجي ۾). اکيون ڪيريون ٿيڻ.

**خيرَه:** ص (ف) چمڪاٽ ٿيڻ بعد اکين اڳيان اونداهي وارو (اثر). چنجهيل اکين وارو. واٽڙو.

**خيز:** ص. (ف) اٿاريندڙ. پيدا ڪندڙ (مرڪب لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ مردم خيز. زرخيز وغيره).

**خَيل:** ذ (ف) سوارن جو رسالو- جٿو. جماعت. قبيلو.

**خيمو:** ذ. (ع) طنبو.

**خيمہ کوڙڻ:** طنبو هڻڻ. منزل ڪرڻ. رهائش اختيار ڪرڻ.

**خيمہ دوز:** ص. طنبو ٺاهيندڙ.

**خيمہ گاهہ:** ذ. جتي طنبو لڳل هجن- ڪئمپ.



**د**: ث (ع. ف) اچار "دال"، سنڌي "الف- بي" جو اوڻيهون اکر. عربيءَ جو ڏهون ۽ فارسيءَ جو ڏهون اکر. ابجد موجب عدد (4)

**دابُ**: ذ (ع) ريت- رسم. نمونو- طريقو. ڪم- ڌنڌو. (ص) جوش. تکو. سخت.

**دابو**: ذ. ماتا جو نشان. داتو. موهيڙو. ڇٽو- ڏبو.

**دابُ**: ذ. مٿيون زور- مٿان ڪن هيٺ تي دٻاءُ. ڪانين يا ٻين ڪن شين کي پچائڻ وارو دٻاءُ. دابو.

**داب دڙڪو**: ذ. ڌمڪي دٻاءُ. رعب تاب.

**داب ڏيڻ**: مٿان زور ڏيڻ. پچائڻ. چپڻ.

**دابُ رکڻ**: رعب ڄمائڻ- حشمت وهارڻ.

**دابائُو**: ص. گاڏيءَ جي اڳين حصي ۾ يا ڪپاسي وڏيڪ بارپيل.

**دابائُون**: ص. هيٺاهون- جهم وارو.

**دابڙ**: ذ. ٻانهين- ڏاڪو. لنگر جي رسي ويڙهڻ جي چرخي.

**دابڙو**: ذ. تختو. ڦرهو (ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ).

**دابڙي**: ث. دانگيءَ جا جند جي مٿان مٿيءَ جي نهل گول ٿلهي.

**دابلو**: ذ. ڪاٺ يا ٽامي جو ڍڪ سان گول دبلو.

**دابلي جهڙو**: ص. سڄيل- ٿلهو.

**دابو**: ذ. زور- دٻاءُ. رعب. سفر ۾ ٿوري ساهي پٽڻ- دابو.

**دابو ڏيڻ**: مٿان زور وجهڻ- دٻاءُ وجهڻ.

**دابو ڪرڻ**: ساهي کڻڻ- ٽڪ پجڻ.

**دابو وهارڻ**: رعب ڄمائڻ.

**دابوتي**: ث. سنهي پيٺل کند (ڳنڍين ڳوڙهن واري).

**دابُوڙو**: ص. دابلي جهڙو- ٿلهو- سڄيل.

**دابيچي**: اسم خاص. ضلعي ٺٽي ۾ هڪ شهر ۽ ريلوي اسٽيشن جو نالو.

**داتا**: ص (سن) ڏيندڙ. ڏاتار. سخي. خدا تعاليٰ.

**داجَ**: ث. اونداهي- ڪاراڻ. اونداهي رات.

**داجو**: ذ. مٽي ٻاتيءَ جي ننڍڙي چيلري مچي.

**داچو**: ص. گيڙو ۽ رتو- ڪڪو ڳاڙهو. (ذ) هڪ قسم جو سادو ڪپڙو.

**داخِلُ**: ص (ع) اندر ويل- گهڙيل. پيهي ويل. شامل. درج ڪيل (ڪتاب ۾، دفتر ۾). (ظ) اندر- منجهه.

**داخل ڪرڻ**: اندر وجهڻ. گهيڙائڻ- لنگهائڻ. شامل ڪرڻ. درج ڪرڻ.

**داخلا**: ث (ع) اندر وڃڻ يا شامل ٿيڻ جي منظوري. اندراج (ڪتاب ۾). شموليت.

**داخلا في**: ث. داخل ٿيڻ جي في. رجسٽر ۾ لکجڻ جي في.

**داخل دفتر**: ذ. بنا ڪارروائيءَ جي رکيل. رفع دفع. دٻجڻ (ڳالهه).

**داخلي**: ص. اندريون- اندروني. خانگي (معاملو).

**دادَ**: ذ (ف) بخشش- عطا. انصاف- عدل- فيصلو. تحسين- شاباس- آفرين.

**دادخواه**: ص (ف) انصاف گهرندڙ. فريادي- دانهين.

**داد دهش**: ث. مهرباني ۽ بخشش- سخاوت- دان پُنَ.

**داد ڏيڻ**: ڪنهن جي هنر ۽ ڪمال جي تعريف ڪرڻ- واهه واهه ڪرڻ.

**داد رسي**: ث. انصاف- عدل. حق رسي.

**داد سخن**: ذ. ڪنهن ڳُفتي يا شعر جي واکاڻ.

**داد طلب**: ص. فريادي- دادگهرندڙ. واکاڻ جو طالبو.

**داد فرياد**: ذ. عدل انصاف لاءِ دانهن ڪوڪ.

**داد فرياد نه هئڻ**: بي انصافي هئڻ. بيداد نگري هئڻ.

**دادگر**: ص. انصاف ڪندڙ- منصف.

**داد ڪرڻ**: فيصلو ڪرڻ. انصاف ڪرڻ. نياءُ ڪرڻ.

**داد نه فرياد**: ذ. پڇا نه ڳاڇا. انڌير- ظلم.

**داد وٺڻ**: پنهنجي قابليت جو اعتراف ڪرائڻ.

**داداگيرُ**: ص. ڌوهاري. بدمعاش.

**داداگيري**: ث. ڏاڍمڙسي- ارهه زوراڻي.

**دادَر**: ث. سِتار جي ساجي پاسي واري تار.

**دادرو**: ذ. ڏاڏرو.

**دادلو**: ص. لاڏ ڪوڏ سان نپايل- لاڏلو. پيارو. (ث. دادلي).

**دادلو ڪرڻ**: هٿ ميرو ڪرڻ. آنگلي ڪرڻ. ڪاري چڙهڻ.

**دادي**: ث. گج ۾ پرت جو هڪ قسم.

**دادي**: ذ. فرياد- دانهن- دادفرياد.

**دادي نه استادي**: ڌني نه ورتي- هرو پرو- خواه مخواه.

**دادُو**: اسم خاص. ماتهوءَ جو نالو. سنڌ جي هڪ شهر ۽ ضلعي جو نالو.

**دادو**: ذ.وڏو ڀاءُ-ادو. (ث.دادي).

**دار**: ث(ف) سوري.

**دارُ**: ذ(ع) گهر-محل. جاءِ-هنڌ. ماڳ.

**دارالآخرت**: ذ.اڳيون ايندڙ جهان. پوءِ وارو جهان.

**دارالادب**: ذ.علم ادب جو مرڪز.

**دارُ الاقامت**: ذ.رهائشگاهه. بورڊنگ هائوس.

**دارُ الامنُ**: ذ.امن جو گهر. سلامتيءَ وارو هنڌ.

**دارُ البقا**: ذ.هميشه قائم رهندڙ گهر. اڳيون جهان.

**دارُ البوار**: ذ.موت جو گهر. دوزخ.

**دارُ الحرب**: ذ.جنگ جو هنڌ. غير مسلمانن جو ملڪ، جتي مذهبي فرض ادا ڪرڻ ڏوهه هجي.

**دارُ الحڪومت**: ذ.تختگاهه-راڄڌاني.

**دارُ الجزا**: ذ.بدلي جو گهر-عالم آخرت.

**دارُ الخلافت**: ذ.گاديءَ جو هنڌ- تختگاهه.

**دارُ السلام**: ذ.سلاميءَ جو گهر. صلح جي جاءِ.

**دارالشفا**: ذ.شفا خانو-اسپتال.

**دارُ الضرب**: ذ.ضرب خانو-ٽڪسال.

**دارالعلوم**: ذ.مدرسو-درسگاهه.

**دارُ العمل**: ذ.عمل جي جاءِ-هي دنيا.

**دارالفنا**: ذ.فنا جو گهر. فاني جهان.

**دارُ القضا**: ذ.عدالت-ڪورٽ.

**دارُ الڪتب**: ذ.لائبريري-ڪتبخانو.

**دارُ النعيم**: نعمتن جو گهر. بهشت-جنت.

**دارا**: ذ(ف) وڏو بادشاهه. آقا-مالڪ. ايران جي هڪ آڳاٽي بادشاهه جو نالو.

**دارائي**: ث.بادشاهت-حڪومت-سلطنت.

**داراشش**: ذ.دنيا-جهان-سنسار.

**داروغو**: ذ.(ف) چوڪيدار-نگهبان. آبپاشي کاتي جو هڪ ملازم.

**داروگير**: ث(ف) وٺ پڪڙ. ڇڪتاڻ. ڏکيو وقت.

**دارومدارُ**: ذ(ف) انحصار-ڀروسو.

**دارُون**: ذ.دوا-سٽي ڦڪي. علاج. حيلو. بارود. شراب.

**دارُون درمل**: علاج-دوادارون-سٽي ڦڪي.

**دارين**: ذ(ع) ٻئي جهان. دنيا ۽ آخرت.

**داڙ**: ث.مٿاهون پٽ-ڀڏر.

**داڙ حرامي**: ص.وڏو بدمعاش-وڏو لچ.

**داڙ ڦاڙ**: اڻانگو خرچ-هٿ ڦاڙائي.

**داڙُو**: ص.سفارش ڪندڙ. شافع. حمايتي.

**داڙهه**: ث.ڳوڙ-هٿل. ٻاهريون ڏيک.

**داڙهه ٻڌڻ**: وڏي رقم ٻڌڻ. دٻاءُ رکڻ.

**داڙهه هڻڻ**: خالي دٻاءُ رکڻ. هٿل مچائڻ.

**داڙي**: ث.وڻجهوٽي راند ۾ هڪ ٻاري-دري.

**داس**: ذ(س) ٻانهو-غلام. نوڪر. چيلو. شاگرد.

**داس ڪرڻ**: غلام ڪرڻ. اٻارڻ-رڌڻ.

**داستانُ**: ذ(ف) قصو-ڪهاڻي. حڪايت. نقل-نظير. ڳالهه-ٻيون. ڏکيي ڳالهه.

**داستان گو**: ص.ڳالهه ڪندڙ-قصه خوان.

**داستانو**: ذ.داستان.

**داسڙو**: اسم خاص: چنيسر جو ڪنايت نالو (سڙيلا چنيسر.شاهه).

**داسڻ**: ذ.ٻيڙيءَ جو هڪ رسو-سڙهه جو مڪ واجهه.

**داسو**: ذ.چٽ ۾ ڪم ايندڙ ڏکيي ڪاٺي-شهتير-ڪم.

**داسي**: ث(س) ٻانهي. نوڪرياڻي.

**داشت**: ذ(ف) گڏ ڪري رکيل مال. رقم وغيره.

**داشته**: ث(ف) وهريل عورت-سريت.

**داعي**: ص(ع) سڏيندڙ. دعوت ڏيندڙ. مبلغ. دعويدار. فريادي.

**داعي الخير**: چڱي ڪم ڏانهن سڏيندڙ. بزرگ-فقير.

**داعي مُدعي**: ذ.فريادي ۽ جوابدار.

**داغُ**: ذ(ف) نشان-چٽو. سڙڻ جو نشان-ڏنڀ. ٽڪو. گهاءُ. نقص-عيب (ميوي ۾). صدمو. ڪارنهن جو ٽڪو-الزام. طعام کي گيهه جي لغار.

**داغ اچڻ**: ٽڪو اچڻ-بدنامي ٿيڻ.

**داغ ٿيڻ**: نشان ٿي اثر ٿيڻ. عيب ٿي پيهڻ.

**داغ ڏيڻ**: جانور کي سيخ تپائي ڏنڀ (نشان) ڏيڻ. صدمو رسائڻ.

**داغ جگر**: ذ.دل جو زخم.

**داغجڻ**: م. چٽو ٿيڻ. ميوي تي ڪارو نشان ٿيڻ. ڏنڀ اچڻ. الزام هيٺ اچڻ. ڏوهاري ٿيڻ.

**داغدارُ**: ص.داغيل-داغي. عيبدار.

**داغدوزي**: ث.ڏنڀ ڏيڻ. صدمو رسائڻ.

**داغ سڙڻ**: رڌڻ مهل ديڳڙي ۾ گيهه جو سڙڻ.

**داغَڻُ:** م. داغ ڪرڻ- نشان ڪرڻ. ڏنب ڏيڻ. عيبدار ڪرڻ. ٽڪولائڻ.

**داغي:** ص. داغيل. ڏنب آيل. ڪنو (ميوو)- سڙيل. عيبدار.

**داغي ڪرڻ:** ٽڪولائڻ- ڪرو ڪرڻ. گنهگار ڪرڻ.

**داف:** ذ. داقوڙو.

**دافعُ:** ص (ع) دفع ڪندڙ. ٽاريندڙ- هٽائيندڙ.

**داقَ:** ٿ. چيتي يا مٽيءَ جي ٿلهَ. تارو ٿل وڏو چيتو. مينهن جو چيتو. ڳپ. ڀٽڙوگارو. اجايو ڳالهائڻ- بَڪ.

**داق داقڻ:** واهيات ڳالهائڻ. ڪنوڳ لهڻ.

**داق ڪرڻ:** پاڻيءَ ۾ هَڙڪڻ.

**داق لاق:** ٿ. واهيات گفتگو. لباڙ.

**داقُ:** ص. ڳرو- ڀاري- ڳران.

**داقڻُ:** م. چيتو يا مٽي ٿلڻ. گهتو ڳالهائڻ. اڻنگو ڳالهائڻ.

**داقوڙو:** ذ. اَن جو پيرُ.

**داقوڙا هڻڻ:** وڏا ٽپ ڏيئي پجڻ. بي ترتيب ءِ ٽڙتڪڙ ۾ ڪم ڪرڻ. غلط ڳالهائڻ ءِ جواب ڏيڻ.

**داڪَل:** ٿ. دڙڪو- دابو.

**داڪُ:** ذ. ٻوڙهو- ڪراڙو. نبل.

**داگُ:** ذ. داغ.

**داڳي:** ص. داغي. خراب (ميوو).

**داڳڻ:** م. داغڻ.

**داڳي:** ٿ. نارجي ڳاڏي.

**داڳينو:** ذ. واپاري اصطلاح موجب ڳنڍڙي يا ڪنهن جنس جو نڱ.

**دالَ:** ٿ. ڏريل اَنُ (جيڪو ٻوڙ لاءِ رڌجي. چڻا. مٽر وغيره).

**دالَ خور:** ص. دال کائيندڙ. بزدل.

**دال ڪِدي وجهڻ:** سخت سزا ڏيڻ.

**دال نه ڳرڻ:** وس نه هلڻ. پهچ نه هئڻ. مقابلو ڪري نه سگهڻ.

**دال ۾ ڪارو هئڻ:** ڳالهه ۾ رولو هئڻ.

**دال روٽي، دال ماني:** ٿ. غريب توڪاڏو. سادو گذران.

**دالَ روٽي وارو هئڻ:** پوري پني وسعت وارو هئڻ. ٻئي جو محتاج نه هئڻ.

**دال مان سيرو ٿيڻ:** ڀاڳ ورڻ.

**دالانُ:** ذ (ف) وڏن محرابي دوازن وارو صفو (جنهن کي ٽي دروازا هجن). اڱڻ- آڳند.

**دالچيني:** ٿ (ف: دار چيني) مصالحي يا دوا طور ڪم ايندڙ هڪ وڻ جي سُڪل ڇوڏو.

**دالڙو:** ذ. ڏاڻي لاءِ ويڪري منهن وارو ٿانءُ.

**دالو:** ص. دادلو. پاليل (پکي، جانور).

**دالو بڻجڻ:** دادلو ٿيڻ. هٺ ميرو ٿيڻ. چڙواڪ ٿيڻ.

**داليري:** ٿ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**دامُ:** ذ (ف) پکي ڦاسائڻ لاءِ ڦندو- ڪوڙڪو. جار- پنجوڙ. اگهه- مُهه- قيمت.

**دامُ اقبالهُ:** شال سندس اقبال دائم رهي.

**دام آرائڻ:** چاروجهڻ. لالچ رکڻ.

**دامُ دُوالي:** ٿ. برهه عشق جي ڦاهي.

**دام ۾ اچڻ:** ڦندي ۾ ڦاسڻ. فريب ۾ اچڻ.

**دامُ وجهڻ:** ڦاهي اڏڻ. ڦاسائڻ لاءِ منڊُ منڊڻ.

**دامادُ:** ذ (ف) ناٺي- جاٽو.

**دامانُ:** ذ (ف) دامن.

**دامَنُ:** ذ (ف) چولي يا پهراڻ جو اڳو. پلئُه- جهولي. ڪنارو. جبل جي ويٽ.

**دامن جهلڻ:** پلئه کان جهلڻ. مدد وٺڻ. جهولي پکيڙڻ. پناهه وٺڻ.

**دامن ڪَشي:** ٿ. پرهيز- ڪناره ڪشي.

**دامَن ۾ ويڙهڻ:** سهارو ڏيڻ. سلامتي بخشڻ.

**دامنگيرُ:** ص (ف) پلئه جهليندڙ. مددگهرندڙ. دعويدار.

**دامنگيري:** ٿ. حمايت- مدد. دعوي.

**دامَني:** ٿ. وڄ- ڪنوڻ.

**دامَڻ:** ذ. ٻيڙيءَ جي ونجه جو رسو.

**داميو:** ص. وڏو چور. پاتاريدار.

**دانُ:** ذ (سن) ٻيک- خيرات. نذرانو. تحفو.

**دانُ پُڃ:** ذ. خير خيرات.

**دانُ:** ص (ف) رکڻ جي جاءِ- هند (مرڪبن ۾ ڪتب ايندڙ. مثلاً: آتشدان. قلمدان وغيره) ڄاڻندڙ- ڄاڻو (مرڪبن ۾ ايندڙ، مثلاً: فرسي دان. نادان وغيره).

**دانا، داناءُ:** ص (ف) ڄاڻو. هوشيار- ڏاهو. عقلمند.

**دانا بينا:** ص. ڏسندڙ ءِ ڄاڻندڙ. خدا تعاليٰ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.

**دانائي:** ٿ (ف) ڄاڻ. ڏاهپ. هوشياري. عقل.

**داندولو:** ذ. لوڏو- جهوبو- ٽيلهو.

**دانر:** ص. بدشڪل- بيڊولو- اڻ وڻندڙ.

**دانست:** ٿ (ف) ڄاڻ. راءِ. سمجهه- سڃاڻپ.

**دانست نامو:** ذ.رپورٽ-اطلاع.جاچ-تلاش.

**دانست ويهارڻ:** پنچات سڏائڻ.تلاش ڪرڻ.

**دانستگي:** ث (ف) ڄاڻ-سمجهه.علم.عقل.

**دانسته:** ظ (ف) ڄاڻي.ڄاڻي ٻجهي.

**دانش:** ث (ف) ڄاڻ-سمجهه.عقل.ڏاهپ.علم-وديا.

**دانشمند:** ص.ڏاهو-سمجهو-سياڻو-عاقل.عالم.

**دانشمندانه:** ظ.عقلمنديءَ وارو-ڏاهپ وارو.

**دانشمندي:** ث.ڏاهپ-سياڻپ-عقل.

**دانشور:** ص.ڏاهو.عاقل.عالم.مفڪر.فلسفي.

**دانشوري:** ث.فڪر،فلسفو.حڪمت،دانائي.

**دانشڻ:** م.گهتي ٻڪ ڪرڻ-جهڪي هڻڻ.

**دانگ:** ذ (ف) ڇهه رتين برابر تور جو هڪ وزن.پائو-ٽڪرو. حصو-پيسو.

**دانگو دانگ:** ذ.واٽ پٽسو-موڳو.ڏنگو.ڪريل.

**دانگوڙو:** ص.اندر ڪارو-دانگو.

**دانگي:** ث.ٺڪر جو ٽانڊو (جنهن تي ٽئي ۽ ٺڳر مٺي پچائجي).

**دانگيءَ جو ترو:** ص.ڪاريونو.نيڪو-چندو.نڪمو.

**دانگي چڙهڻ:** گهر جو خرچ وڌي وڃڻ.ڏڪر پوڻ.معيار زندگي اوچو ٿيڻ.

**دانگي گهمائڻ:** ڪارو منهن ڪرڻ.بچڙو ڪرڻ.خوار ڪرڻ. شرمسار ڪرڻ.

**دانه، دانهُ:** ذ (ف) داڻو.

**دانهن:** ث.رڙ-ڪوڪ.شڪايت.انصاف يا امداد لاءِ سڏ.

**دانهن ڪرڻ:** رڙ ڪرڻ.فرياد ڪرڻ.گهوڙ گهوڙ ڪرڻ.

**دانهن ڪوڪ:** ث.داد فرياد.گهوڙ گهوڙ.

**دانهڻ:** م.رڙڻ-ڪوڪڻ.فرياد ڪرڻ-ٻڪ رڻ.واويلا ڪرڻ.

**دانهوڙي:** ص.دانهين.گهڻو دانهيندڙ.

**دانهين:** ص.دانهن ڪندڙ.فريادي-ٻڪاريندڙ.

**دانهين وجهڻ:** فساد ڪڙو ڪرڻ.سفارش ڪرڻ-ٽيڪو ڏيڻ.

**دانهين:** ث.نوڙي وٽڻ لاءِ مچ ۾ ڏيڻ جي نٽ.

**داني:** ص (س) دان ڪندڙ.پيٽ ڏيندڙ.خير ڏيندڙ.

**داني پرش:** ص.سخي مرد.

**داني:** ذ.جن-ڀوت-راڪاس.هيبت جهڙو.

**دانيال:** اسم خاص.هڪ پيغمبر جو نالو.ماڻهوءَ جو نالو.

**داڻ:** ث.داڻا.ذرا.ٻرٻر.

**داڻا:** ذ.اَن جا ڪڻا.اناج.اَن جو تور و مقدار.

**داڻا ڪڻا:** ذ.تور.داڻا (اناج جا).تور.ذرا.

**داڻ ٻندي:** ث.پوک ۾ بيٺل اَن جي ڪٿ.

**داڻ داڻ:** ث.داڻ.ذرا ذرا.ٻرٻر (ڪپڙي يا ميوي تي).داڻن واري شيءِ (ڪنب.گيدي ڪو ٻوڪر).

**داڻو:** ذ (ف: دانه) ڪڻو (اناج جو).اناج.ٻج.ڪنهن به جنس جو هڪ عدد (ميوو.موتي وغيره).منيو-منڪو.ننگ-ٻڙو. گهوڙي جي ڪچ لاءِ مقرر اناج (چڻا.جونر.جَو وغيره).آرتي-ڦلو.

**داڻو پاڻي:** ذ.کاڌو پيتو.جوتو-رزق.نصيب.حياتي.

**داڻو پاڻي هئڻ:** قسمت ۾ هئڻ.حياتي هئڻ.

**داڻو پاڻي کُٽڻ:** حياتيءَ جا ڏينهن پورا ٿيڻ.

**داڻو پڙهي هڻڻ:** ٽوٽو ڦيٽو ڪرڻ-جادو ڪرڻ.

**داڻو داڻو ڪرڻ:** ڪنديري ڇڏڻ-پکيڙڻ-ڇڙو ڇڙ ڪرڻ.

**داڻو وجهڻ:** پکين کي چوڳو ڏيڻ.ڦاسائڻ لاءِ جتن ڪرڻ.

**داڻون پاڻيون وڃڻ:** کاڌي پيتي کان نڪرڻ.سڀ ڳالهه کان بيڪار ٿيڻ.

**داڻي داڻي تي مُهر هئڻ:** مقرر نصيب ضرور ملڻ.

**داڻي داڻي جو محتاج هئڻ:** نهايت مفلس ۽ مسڪين هئڻ.

**داوَر:** ص (ف: دادور) انصاف ڪندڙ-عادل.عدل وارو حاڪم. (ذ) خدا تعالي.

**داوَرِ محشر:** ذ.قيامت ۾ سڀني انسان انصاف ڪندڙ (خدا تعالي).

**داوڻ:** ذ (ف: دامن) اڳو-دامن.پلئه.ڪنار (ڪپڙي جي).پاند-جهولي.

**داوَڻ جهلڻ:** دامن جهلڻ.سامهون-اَجهي ۾ اچڻ.

**داوَڻ:** ث.ٻيحر-ڪايو.داسو.لَڙهو.

**داهڙ:** ث.دٻ-آڪڙ.

**داهه:** ذ (س) چکيا-ڏاگهه.هندن ۾ مُڙدي کي ساڙڻ جي رسم.

**داءُ:** ذ.چال (شطرنج يا ڪنهن به راند جي سريءَ جي)-چالو. موقعو-وَجهه.انک (مدجو).

**داءُ ڏيڻ:** موقعو ڏيڻ-وجهه ڏيڻ.ڪنهن جو ڪچن ڪاڻون کي مٿان مٿيءَ جو راڳو ڏيڻ.

**داءُ لڳائڻ:** وجهه ڏسي نصيب آزمائڻ.

**دائر:** ص (ع) ڦرندڙ.درپيش.

**دائر ڪرڻ:** شروع ڪرڻ-چڙهڻ.پيش ڪرڻ (مقدمو).

**دائرو:** ذ (ع) گول.گولائي.ڦيرو-چڪر.فقيرن جو آستانو.

مڪان- اوتارو. ڪُڪڙن جي ويڙهه جو پِڙُ.

**دائره اختيار:** مختياريءَ وارو علائقو- اهو علائقو جنهن ۾ ڪنهن کي ڪنهن قسم جو اختيار حاصل هجي.

**دائمُ:** ظ (ع) هميشه- سدائين- مدام.

**دائما:** ظ. دائم. مستقل طرح.

**دائمُ المريض:** ص. هميشه بيمار رهندڙ.

**دائم قائم:** ظ. زنده جاويد- امر.

**دائمي:** ظ. هميشه وارو- مُدامي.

**دائود:** ذ (ع) هڪ پيغمبر سڳوري جو نالو (جنهن تي زبور نازل ٿيو).

**دائودپوٽا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**دائودي:** ص. حضرت دائود وارو ڪورو. (ذ) گُل جو هڪ قسم.

**دائي:** ث (ف: دايه) ويم ڪرائيندڙ عورت. ٿڃ پياريندڙ عورت. پرنپائيندڙ عورت.

**دائيءَ کان پيٽ لِڪائڻ:** رِ زد رکڻ. ڳالهه مخفي رکڻ.

**دائپو:** ذ. دائيءَ جو ڪم. بار جي سنڀال جو ڪم.

**دائپو وجهڻ:** مسخريءَ وجهڻ. مسخري لائڻ.

**دائڪو:** ص. دائيءَ وارو- دائيءَ سان واسطو رکندڙ.

**دايو:** ذ. خدمتگار. ڳڏهن تي مٽي ڍوئيندڙ- بنارو.

**دُبُ اَصغر:** ذ (ع) هڪ نکٽ- ننڍي ڪَٽ.

**دُبُ اکبرُ:** ذ (ع) هڪ نکٽ- ڪٽ (ستن تارن جو ميڙ، جيڪو هميشه اُتر طرف ڏسبو آهي).

**دُبدا:** ذ (سن) دل جي ڪوتائي- شڪ. دولاب- ننگي.

**دَبرَ:** ث. بيهوشيءَ ۾ ڳالهائڻ- وِقل.

**دُبرِ:** ث (ع) پُٺ- پُٺي (جانور جي). ساهواري جو پٺيون سوراخ، جنهن مان فضلو خارج ٿئي.

**دَبستان:** ذ (ف) قديم احوال.

**دَبِحر:** ص (ف) چمڙي جون دَبيون ناهيندڙ (تيل گيهه وغيره رکڻ لاءِ).

**دِباغتُ:** ث (ع) چمڙي مان رنگين چيزون ناهڻ جو هنر (خصوصاً اُن جي چمڙي مان).

**دَبو:** ث. چمڙي جي ڪُپي (گيهه يا تيل رکڻ لاءِ). دبي- اڏڙي. (ث. دبي).

**دَبيرُ:** ذ (ع) مصنف. مؤلف. لکندڙ. منشي.

**دبير المُلڪ:** ذ. شاهي محرر- سيڪريٽري آف اسٽيٽ.

**دَبير فَلڪ:** ذ. عطارد (گرهه).

**دَبيزُ:** ص (ع) ٿلهو (ٿُلهه). گهاٽو.

**دَبَ:** ث. مٿان جو زور- چِپَ. دباءُ. زور.

**دَبَ دُس ڪرڻ:** زوري مچائڻ. دڙڪو دهمان ڪرڻ. دَبڙ دُس ڪرڻ.

**دَبَ ڏيڻ:** زور ڏيڻ. پيڙ ڏيڻ. تاڪيد ڪرڻ.

**دَبَ قُس:** ث. زور سان وجهڻ جو عمل. زور زبردستي.

**دَبَ ڪڍڻ:** ڌمڪي ڏيڻ. چِند ڪڍڻ. جٺ ڪرڻ. تنبيهه ڪرڻ.

**دَبُ ڪرڻ:** بخار وغيره جي حالت ۾ مٿان سوڙ ٻڌي رلي وجهڻ (جيئن پگهر اچي).

**دَبَ:** ث. ڦهڪي جو آواز. پُٺن تي مڪ.

**دَبالتَ:** ث. مٽيءَ کي لتاڙي ويهارڻ. قبر ۾ مٽي وجهڻ کان پوءِ لتاڙ زوري زبردستي.

**دَباءُ:** ذ. مٿان جو زور. بار. چپ. زور بار. رعب.

**دباءُ رکڻ:** زور وجهڻ- زور رکڻ. گهڻو چوڻ. ڌمڪي ڏيڻ مجبور ڪرڻ.

**دباءُ وجهڻ:** زور وجهڻ. سختي ڪرڻ. رعب وجهڻ.

**دبائڻ:** م. پچائڻ. چپڻ. پورڻ (مٽيءَ ۾). هيسڻ. زير ڪرڻ لڪائڻ- گم ڪرڻ.

**دَبُ دَبَ:** ث. ڊوڙڻ وقت پيرن جو ٺڪو آواز.

**دَب دَباءُ:** دڙڪو. ڌمڪي. رعب تاب.

**دَبِجَڻُ:** م. بار جي هيٺان اچڻ. پچڻ- سوڙهو ٿيڻ. چپجڻ. هيسجڻ. مغلوب ٿيڻ. پورجڻ (مٽيءَ ۾).

**دبجي وڃڻ:** هيسجي وڃڻ. هيٺاهين اختيار ڪرڻ.

**دَبدَبو:** ذ (ف: دبدبه) آواز- غُل- شور- گوڙ. رعب. دبپ. شان شوڪت. ڌهڪاءُ. نالو ناموس.

**دبدبو ويهارڻ:** رعب جمائڻ- حشمت وهارڻ.

**دَبَرَ:** ث. رلي- گودڙي. رلهڪو.

**دَب رَتن:** ذ. بي بها موتي- املهه هيرو.

**دَبڙ دُس، دَبڙ دؤس:** ث. زور سان وجهڻ- دب قس. لتاڙي پورڻ. زور زبردستي.

**دَبڙائڻ:** م. دبائڻ- ڌمڪائڻ- دب ڪڍڻ.

**دَبس:** ذ. اَرٽ ڦيرائڻ جو هٿيو.

**دَبسڙو:** ذ. ننڍي ماٽا.

**دَبَڪُ:** ذ. ساڙ يا ڳٽ جو نشان- چٺو- داغ. پيرت جو نقش.

**دَبڪڻُ:** م. ٿوري دير بيهڻ (ساهي پٽڻ لاءِ). ترسڻ. لڪڻ- چپڻ. دپ کان جهڪڻ.

**دَبڪو:** ذ. ٿوري دير بيهڪ- ساهي. ڳري شيءِ جي ڪرڻ جو آواز (پت، چِت). ڦهڪو. قدمن جو زور سان آواز.

**دَبَڪي، دَبُڪي:** ث. ماني ۽ وغيره رکڻ لاءِ ڪچي ۽ ب ناڙي مان ٺهيل ٿالهي - پنڊي.

**دَبِلَت:** ث. دَب ڦس - دَبڙ دڙنس.

**دَبِلو:** ذ. ڏاتو يا ڪاٺيءَ مان ٺهيل ننڍو دٻو (ڳهڻ وغيره رکڻ لاءِ) - ڏٻلو.

**دَبِلي:** ث. ننڍو دٻلو. سونگي (ڪ ٺ جي).

**دَبِلي گهڙائڻ:** ڳهڻ جي سڄي سهءَ جوڙائڻ.

**دَبِنامو:** ذ. تاڪيد واري لکت. خلاف ڪارروائي ڪرڻ جو چتاءُ.

**دَبَڻُ:** م. مٿان زور ڏيڻ. چپڻ. پيڙڻ. زور سان وجهڻ. ڦسڻ. پورڻ (مٽيءَ ۾). دفن ڪرڻ. لڪائڻ - چپائڻ.

**دبو:** ذ (ع: دَبہ. ف: دَبہ) ٽين يا لوهه جو ڪول چورس ڏول.

**دَبي ۾ لِڪريون:** ڪجهه بنداجي ڪڙڪڙ.

**دَبو:** ذ. ٻوٽيءَ جي ننڍڙي ڪَڏ - ڇيو. مَس جو ڦڙو. (ڪاغذ تي) - چٽو.

**دَبهڙو، دَبُهو:** ذ. پکين ڦاسائڻ جو هڪ نمونو (ڪرو زمين تي اُبو رکي، هيٺان ان داڻا رکي، چڪ ڏيڻ).

**دَبي:** ث. ننڍڙو دٻو. سونگي (ڪاٺ جي).

**دَبيل:** ص. بار هيٺ آيل. دٻيل - هيسيل.

**دَت:** ذ. مانڪري پنجي رهڻ (جنهن مان سنل هٿڻ جو احساس ٿئي). چپ. مڪر - گيگ.

**دَت دتائي ويهڻ:** هوڏ تان نه لهڻ - نٽر ٿيڻ.

**دَتُ هڻڻ:** گيگ ڪري پنجي رهڻ. چپ هڻڻ. مڪر ڪرڻ.

**دُتُ:** ص. ٻٽو - ٻيٽو. ٻٽواڪو.

**دُتاهو:** ذ. آسرو - اميد. انجام. داڻا - ننگي.

**دُتڙ:** ص. ٿلهو متارو. بيڊولو.

**دُتنو:** ص. ٿلهو - ڍوبرو.

**دَتو:** ص. مڪريلو - ڍونگي - ننگ.

**دُتيا:** ث. دوني - ٻيائي - ڪوٽ (دل جي).

**دُپارا:** ظ. ٻه طرفا - ٻنهي طرفن کان.

**دُپَٽو، دوپٽو:** ذ. رئو - پوتي.

**دُپستي:** ث. ٻيٽ سان - حمد.

**دَجّالُ:** اسم خاص (ع) مسلمانن جي عقيدي موجب هڪ ڪاڻو شخص. جيڪو قيامت جي ويجهو پيدا ٿيندو ۽ مسيح هجڻ جي دعوي ڪندو. (ص) ڪوڙو. دغاباز.

**دَجل:** ذ (ع) فريب - ٺڳي - دوکو.

**دَجله:** اسم خاص. عراق جي هڪ مشهور درياهه جو نالو.

**دَجو:** د. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**دَچَڙ:** ذ. ڪوڙ - هُل - هنگامو.

**دُخانُ:** ذ (ع) دونهون. ٻاڦ.

**دُخاني جهاز:** ذ. ٻاڦ تي هلندڙ پاڻيءَ جو جهاز.

**دُختر:** ث (ف) ڌيءُ - بنت - نياڻي.

**دُختر رَز:** ث. ڏکوريءَ شراب.

**دَخَلُ:** ذ (ع) پيچ - رسائي. قبضو. اختيار. مداخلت - دست اندازي.

**دخل انداز:** ص. حد دخلي ڪندڙ. دست اندازي ڪندڙ. وچ ۾ ٿيي پوندڙ.

**دخل اندازي:** ث. مداخلت. حد دخلي.

**دخل درمعقولات:** ڪنهن معاملي ۾ هروڀرو دخل ڏيڻ - ٽنگ اڙائڻ.

**دخل ڏيڻ:** وچ ۾ پوڻ. دست اندازي ڪرڻ.

**دَخلڪارُ:** ص. ڪم ۾ شريڪ.

**دخلڪاري:** ث. قبضو (ملازمت واري جاءِ تي).

**دخل ڪرڻ:** زوريءَ والارڻ - قبضو ڪرڻ.

**دخل ۾ آڻڻ:** شمار ۾ آڻڻ - حساب ۾ آڻڻ. تخميني ۾ آڻڻ.

**دخل ۾ نه آڻڻ:** خيال ۾ نه آڻڻ - پرواهه نه ڪرڻ - ضر نه ليکڻ.

**دُخولُ:** ذ (ع) اندر گهڙڻ جو عمل. لنگهه - گذر.

**دَخيلُ:** ص (ع) دخل ڏيندڙ - ٿيي پوندڙ. پهچندڙ. قبض. ٻي ٻوليءَ مان آيل (لفظ).

**دُداڻُ:** م. ورغلائڻ. پريشان ڪرڻ.

**دَدَستو:** ص. ٿلهو متارو. پهلوان.

**دَدَڻُ:** ذ. ملڪيت - ناڻو - دولت.

**دَدُنو:** ص. ٿلهو. مانيءَ لونو - ڍوڍو.

**دَدو:** ص. ٻيٺو - ٻنو. جهجهو.

**دَڏُ:** ث. ٻندڙ وارو هڏو - ڍاڪ. ڪڪڙ جي ننڍي ڪڙهه.

**دَڏَر:** ص. ننڍين ڪڙهن وارو ڪڪڙ.

**دَڏڪڻ:** م. لڏڻ - ٿڙڻ - ٿيڙڪڻ.

**دَر:** ظ (ف) ۾ - اندر - منجهه (تي. مٿي. جو. ڪان. لاءِ. سان جي معني ڏيڪاريندڙ لفظ).

**دَراَصل:** ظ. اصل ۾ - حقيقت ۾.

**دَرپرده:** ظ. پردي ۾ - لڪل - خفيه - ڳجهو. غائبانو. لڪ ۾. پوشيده.

**دَرُ:** ذ (ف) دروازو - لنگهه - ٻنيو.

**دَر اچي وڃڻ:** بند ٿيڻ. ختم ٿيڻ. بس ٿيڻ.

**دَر تي پوڻ:** پڌو ٿيڻ- سمجهه ۾ اچڻ.

**دَر تي ديرو وجهڻ:** ڪنهن ڪم لاءِ چنبڙي پوڻ- پيڇو نه ڇڏڻ.

**دَر پائڻ:** دربند ڪرڻ.

**در پَٽجڻ:** اولاد ٿيڻ. نصيب جا دروازا کلڻ.

**در پُورجڻ:** اولاد نه ٿيڻ ڪري نسل ختم ٿيڻ.

**دَر دَر:** ظ. هڪ هڪ دروازي تي- گهر گهر. دربدر.

**دَر دَر ڌڪا جهلڻ:** آواره رلڻ- دربدر ٿيڻ.

**در دروازو:** ذ. پنيو- لنگهه. ڪهٽ گهيڙ.

**دَر ۾ منهن وجهڻ:** ليئو پائڻ- جهاتي پائڻ. نه مڃڻ- انڪار ڪرڻ.

**دُر:** ذ (ع) موتي- گوهر. ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**دُرافشاني:** ث موتي ڇڻڻ. گفتگوءَ ۾ موتين جهڙا الفاظ ڪم آڻڻ. خوش بياني.

**دُرِ شهوار:** ذ. نانگ جي مڻ. بي بها موتي.

**دُرِ نا سُفته:** ذ. اڻ ونڌيل موتي. ڪنواري عورت.

**دُرِ يڪتا:** ذ. سپ مان نڪتل اڪيلو موتي (جيڪو وڏو ۽ قيمتي ٿئي). لاثاني.

**دَرا:** ذ. (ف) گهنڊ- جرس- گهنٽي.

**دَرآمد:** ث. ملڪ ۾ ٻاهران آيل مال. ڏيساورمان آيل واپاري جنس.

**دَرآمد برآمد:** ث. آمد رفت (واپاري مال جي). آمدني روانگي. تجارت.

**دُراج:** ذ. تتر (پکي).

**دَراڙ:** ث. ٻنان واريون سريون- پيڙ.

**دَراز:** ص (ف) ڊگهو- طويل. (انگ) ميز جو خانو.

**درازدَست:** ص. هٿ چراند ڪندڙ. دست اندازي ڪندڙ. ٻهڄ وارو. ظالم.

**دراز دَستي:** ث. ڏاڍائي. هٿ چراند.

**دراز ريش:** ص. وڏي ڏاڙهيءَ وارو.

**دراز قَد:** ص. قداور- ڊگهو- ڄاڱهڙيل.

**دَراز:** اسم خاص. خيرپور ضلعي ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو (جتي حضرت سچل سرمست جي درگاهه آهي).

**دَرازو:** ذ. سانچو.

**دَرامُ:** ذ. سونارن جو ڦلن ٺپڻ جو خاص اوزار.

**دُراني:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو- پٺاڻن جو هڪ قبيلو. (ص) ڪن ۾ موتي پائيندڙ.

**دَراوڙ:** ذ. سنڌ جو هڪ قديم نسل.

**دُراهو، دُرائو:** ذ. سگهڙپائيءَ جي اصطلاح موجب، ٻه معنائون ڏيکاريندڙ بيت.

**دَراهي:** ث. حڪومت- اميري.

**درايَت:** ث (ع) ڏاهپ. عقل. غور فڪر.

**دَربُ:** ذ. وڏو دروازو- ڦاٽڪ. مال ملڪيت- ڌن.

**دَرباب:** (ف) بابت- جي باري ۾.

**دَربار، دربارَ:** ث (ف) بادشاهن جي جشن جي جاءِ. ڪچهري. شاهي عدالت. درگاهه- آستانو.

**دربار برخواست ٿيڻ:** ڪچهري ختم ٿيڻ- حاضرين مجلس جو ٿي وڃڻ.

**دربار رِسالت:** ث. نبي سڳوري ﷺ جي مجلس.

**دربارِ عام:** ث. کليل مجلس- عام ماڻهن جي دربار.

**درباري، درباري:** ص. دربار ۾ ويهندڙ. دربار جو خاص ملازم.

**دَربانُ:** ص (ف) در تي پهرو ڏيندڙ. چوڪيدار. حاجب. درجو نوڪر.

**درباني:** ث. درتي حضري.

**دَربَدَر:** ص (ف) در در تي ويندڙ. ڀٽڪندڙ. رولو. آواره گرد. بي گهر- بيگانو.

**دَربدر ڪرڻ:** تباهه ڪرڻ. حيران ۽ پريشان ڪرڻ.

**دَربَند:** ذ (ف) قلعي جو وڏو دروازو- ڦاٽڪ.

**دَرپار:** ث. دربار.

**دَرپاري:** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**دَرپيلو:** اسم خاص. نوشهرو فيروز ضلعي ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو.

**دَرپَر:** سهارو- آجهو. منزل.

**دَر پَردو:** ذ. در جو پڙدو- چڪ.

**دَر پَرده:** ظ. پڙدي اندر- لڪ ۾- مخفي طرح.

**دَرپَن:** ث (سن) آرسي- آئينو.

**دَرپَي:** ظ (ف) پٺيان. کهورو.

**دَرپيش:** ظ (ف) اڳيان- سامهون- روبرو.

**درپيش هئڻ:** اڳيان هئڻ. ويچار هيٺ هئڻ.

**دَرجُ:** ذ (ع) لکڻ- داخلا.

**درج ڪرڻ:** لکڻ. داخلا ڪرڻ (رجسٽر ۾).

**دَرجات:** ذ (ع: درجه جو جمع) ڏاڪا- منزلون.

**دَرجَنُ:** ذ (انگ: ڊزن) جنس جون ٻارهن شيون.

**دَرجو:** ذ (ع) ڏاڪو. مٿيون ڏاڪو. منزل. قسم- نوع. رتبو- عهدو. منصب. جماعت- ڪلاس (اسڪول ۾). نيڪيءَ جو اجر.

**درجو پائڻ:** وڏو درجو ملڻ. نيڪ ڪم جو بدلو حاصل ڪرڻ.

**دَرجي به دَرجي:** ظ. رفتي رفتي. ڏاڪي به ڏاڪي. سلسليوار.

**درجي آهر:** ظ. رتبي آهر. سلسليوار.

**درجيوار:** ظ. درجي بدرجي- سلسليوار.

**درجي وارو:** ص. وڏي مرتبي وارو.

**دَر حال:** ظ. ترت- جهٽ پٽ- في الحال.

**دَرحقيقت:** ظ. حقيقت ۾- سچ پچ- اصل ۾.

**دَرَختُ:** ذ (ف) وڻ- شجر.

**دَرَخشان، دَرَخشنده:** ص (ف) چمڪندڙ- روشن.

**دَرخُصُوص:** ظ. خاص ڪري- خصوصاً.

**دَرخَواستَ:** ث (ف) گهرَ (لکت ۾)- عريضي. عرض- گذارش.

**درخواست ڪرڻ:** ڪنهن تي ٻَڪ رڻ- درخواست ڏيڻ.

**دَردُ:** ذ (ف) سُور- عذاب- ايذا. پيڙ- تڪليف. ڏک- ارمان.

**درد آشنا:** ص. ڏکن ڪن واقف- همدرد.

**درد آميز:** ص. ڏک ڀريل- ڏک وارو.

**درد انگيز:** ص. ڏکوئيندڙ- افسوسناڪ.

**دَرد جي دَوا هئڻ:** ڪم جي شيءِ هئڻ. فائدو پهچائڻ.

**درد دف ٿيڻ:** ڏک سُور لهي وڃڻ. آرام ۽ اطمينان حاصل ٿيڻ.

**دَردن جا داستان کولڻ:** ڏک ڀريون ڳالهيون ڪرڻ.

**دردِ دل:** ذ. دلي صدمو.

**دردِ سَري:** ث. مٿي جو سور. جنجال- آزار.

**دردِ فراق:** ذ. وڇوڙي جي تڪليف.

**دردمَند، دردوند:** ص. ڏک جو احساس رکندڙ- غمخوار. ڏک ڀائي. رحمدل.

**دردناڪ:** ص. ڏک وارو- افسوسناڪ.

**دُر دنبال:** ذ. وڏو پٽڪو- پڳڙ.

**دَرد وَندي:** ث. ڏکايل- سُوريتي

**دُرڙائي:** ث. منافقي. لُچائي- شوديائي.

**دُرڙو:** ص. لچو- حرڪتي. (ث. دُرڙي).

**دُرڙِي:** ث. سُوٽ- مروٽو. حرڪتبازي. چرڪ- ميسرائي.

**دُرڙِي پرڻ:** چرڪ پرڻ. ڌڄي وڃڻ.

**دُرڙِي مَٽائڻ:** ڪوڙ ڪرڻ. نڪ رڪڻ.

**دُرڙِي نه پرڻ:** ذرو به خوف نه ٿيڻ.

**دَرزَ:** ث (ف) چير- شگاف. ميرَ. ٻن سِرن جي وچ واري وٿي.

**درزون پرڻ:** سِرن جي وچ واريون وٿيون پرڻ.

**دَرزڪو:** ص. درزيءَ وارو- ڪپڙن سبڻ جو (ڪم).

**دَرزِي:** ص (ف: دَرز=ٽوپو) ڪپڙا سبندڙ. (ث. درزياڻي).

**درزيءَ جي سُئي هئڻ:** هميشه هڪ حال ۾ نه هئڻ.

**درسُ:** ذ (ع) پڙهائي- تعليم. سبق. وعظ. نصيحت.

**دَرسُ تدريس:** ث. پڙهڻ پڙهائڻ. سکيا ۽ سيکارڻ.

**دَرسگاهُ:** ث. مڪتب- اسڪول- مدرسو.

**دَرسُ وٺڻ:** سکيا وٺڻ. سبق وٺڻ. نصيحت پرائڻ.

**دَرسي ڪتابُ:** ذ. اسڪول ۾ لازمي طور پڙهڻ جو ڪتاب- نصابي ڪتاب.

**دَرسَ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**دَرسُ:** ذ (س: درشن) ديدار- نظارو- ڏيکءُ.

**دُرسُ:** ص. درست.

**دُرستُ:** ص (ف) صحيح- برابر. موزون. سالم.

**درست ڪرڻ:** صحيح ڪرڻ. ٺيڪ ڪرڻ. سنئون سڌو ڪرڻ.

**دُرستي:** ث. صحت- اصلاح. مرمت.

**دَرسَنُ:** ذ. درشن. نظارو- ديدار.

**درسن ڪرڻ:** ملاقات ڪرڻ. زيارت ڪرڻ.

**درسني:** ص. ڏسڻ لائق- سهڻو- ملوڪ.

**دَرسَني:** ث. آرسي- آئينو- ٽِڪَ.

**دَرسَني هُندِي:** ث. اها هُندي جنهن جي ڏيکارڻ سان بنا دير جي رقم ملي.

**دُرُشَتُ:** ص (ف) کَهرو- سخت. ڪڙو (ڳالهائڻ).

**دُرشت مزاج:** ص. کهري طبيعت وارو- تيز طبع. بدمزاج.

**دُرشتي:** ث. ڏاڍائي- کهرائي. بيرحمي- ڪٺورائي. بد خلقي.

**درشُٽ:** ث. نظر- نگاه- ديد. نظارو- ڏيکاءُ. تماشو.

**دَرشَنُ:** ذ (س) نظارو- ڏيکءُ. مشاهدو. ديدار.

**درشن ڏيڻ:** ديدار ڪرائڻ. پاڻ پسائڻ.

**دُرفَشان:** ص. (ف) چمڪندڙ- روشن. شاندار.

**دَرڪُ:** ذ (ع) ڄاڻ- پروڙ.

**دَرڪ پوڻ:** پروڙ پوڻ- ادراڪ ٿيڻ.

**دَرڪار:** ص (ف) ڪم ۾ گهربل. ضروري. (ث) گهرج- حاجت- پرواه.

**درڪار هجڻ:** ضرورت هجڻ. پرواه هجڻ.

**دَرڪِنار:** ظ (ف) جدا- الڳ- هڪ پاسي.

**دُرڪي:** ث.کهوڙي جي هڪ چال- دڙڪي.

**دُرگا:** ث.هندو ڌرم ۾ هڪ ديويءَ جو نالو.

**دَرگاهَ:** ث(ف) آستانو.دربار.خانقاهه.بارگاهه.

**دَرگاهي:** ص.درگاهه جو مجاور- متولي.

**دَرگُذرَ:** ظ(ف) چشم پوشي.نظراندازي.

**درگذر ڪرڻ:** نظرانداز ڪرڻ.ٽاري ڇڏڻ.ڇڏي ڏيڻ.

**دُرلَڀ:** ظ(سن) ڏرلڀ- ناياب.

**دَرمانُ:** ذ(ف) علاج- دارون- ڦڪي- دوا.

**درماندگي:** ث(ف) بيماري.تڪليف.مصيبت.مجبوري.

**دَرماندَه:** ص(ف) لاعلاج.مصيبت زده.مجبور- بيوس.ٿڪل.

**دَرماه:** ظ(ف) هر مهيني- ماهوار.

**دَرماهو:** ذ.ماهوار پگهار.

**درمَل:** ذ.علاج- درمان- دوا.

**دَرميان:** ظ(ف) وچ ۾.منجهه- اندر.

**دَرميانو:** ظ.وچون.وچٿرو.موافق.معتدل.

**دَرمياني:** ظ.وچ وارو.اندريون.

**دَرندو:** ذ (ف: درند، درنده) چيري ڦاڙي کائيندڙ جانور. خونخوار- وحشي.

**دُرنگو:** ص(ف) ٻه رنگو.منافق.بي وفا.(ث.دُرنگي).

**دَرو:** ذ(ف:دَره) ٻن جبلن جي وچ واري وادي.جنهن ۾ ندي وهندڙ هجي.ٻن جابلو ٽڪرين جي وچ وارو رستو- لڪ.

**دَرو ڏيڻ:** وڪڙو جهلڻ.

**درو:** ص.ٽيڏو- ڏنگو.

**دُرو:** ذ(ع:دُره) چمڙي جي وڌي، جنهن سان شرعي سزا ڏجي.

**دُرا هڻڻ:** ڪوڙا يا تازيانا هڻڻ.جسماني سزا ڏيڻ.

**دَروازو:** ذ(ف:دروازه) جاءِ جو لنگهه- در- ٻنيو.

**دروازو بند ڪرڻ:** اندر اچڻ نه ڏيڻ- منع ڪرڻ.

**درواش:** ث.ضرورت- گهرج- ڪپ.

**دَروانُ:** ذ.دربان.

**دُرودُ:** ذ(ف) رحمت جي صلوات. استغفار.ثنا.دعا.

**دَروغُ:** ذ(ف) ڪوڙ- ڪذب.بهتان.

**دروغ زَن:** ص.ڪوڙو- ڪذب.

**دروغ گوئي:** ث.ڪوڙ ڳالهائڻ.بهتان بازي.

**دَرونُ:** ظ(ف) اندر- منجهه- وچ ۾.

**دَرون پردَه:** ظ.پردي ۾ (لڪل.ويڙهيل).ڳجهيءَ طرح.لڪل.

**دُرونج:** ذ.دوا طور ڪتب ايندڙ هڪ قسم جو ٻسارڪو وکر.

**دَروني:** ظ.وچون- اندريون.مخفي- ڳجهو.

**دروهه:** ذ(سن) دوهه- ٺڳي- ويساهه گهاتي.

**دَرويشُ:** ذ (ف) فقير- منگتو.پهتل بزرگ- سالڪ.نيڪ.سادي طبيعت وارو.مسڪين.

**درويش صفت:** ص.اهو ماڻهو جنهن ۾ درويشن واريون خوبيون هجن.

**درويشانو:** ص.درويشيءَ وارو- فقيرانو.

**دَرويشي:** ث.فقيرن جو طريقو.بزرگي.دينداري.

**دَرهَڙ:** ذ.ڏڏڪو- ڏمڇر (پاڻيءَ جو).

**دَرهَم برهَم:** ظ(ف) هيٺ مٿي- اٿل پٿل.ڪڏوڇڙ- ڇڙوڇڙ.

**دَرهَم بَرهَم ٿيڻ:** اٿل پٿل ٿيڻ.نيست نابود ٿيڻ.خفا ٿيڻ.

**دَرهَم ڏيڻ:** ڪيتو لوڙائڻ- سزا ڏيڻ.

**درهَم، دِرمُ:** ذ(ع) درم (چانديءَ جو سڪو).

**دَري:** ث.ڪڙڪي- ڪِڙڪي.جارو.گلم.فراسي.وڇوڻي رانڊ جو هڪ خانو يا پري.

**دَريون:** ث.وڇوڻي رانڊ لاءِ زمين تي لڪيل خانا- پاريون.

**دُري:** ث.ڏهري (ڳَه).ٻيل ڪاڏيءَ جي ڦيڻن کي جهلڻ واري لوهي لٺ.

**دَريا، دَرياءُ:** ذ(ف) پاڻيءَ جو وڏو قدرتي وهڪرو- وڏي ندي.

**دريا برآمدي:** ث.پاڻيءَ جي لاٿ وقت ظاهر ٿيل زمين- ڪچو.

**دريا بُرد:** ث.درياءَ جي ڇڏيل زمين.

**دريا بُرد ٿيڻ:** برباد ٿيڻ.لُٽجي وڃڻ.لوڙهجي وڃڻ.

**دريا پَر تي واڳُن سان وير وجهڻ:** ڏاڍي جي حد ۾ رهي ساڻس مخالفت ڪرڻ.

**دريا جي ديگ ڪرڻ:** ڪڙهڻ (پاڻيءَ جو).

**دريا چڙهڻ:** درياءَ ۾ پاڻي چڙهڻ.

**دريا پلٽڻ:** تمام وڏي تقرير ڪرڻ.ويچار ويڙهائڻ.

**دَريا خورد:** ث.درياءَ جي پاتڻ زمين.درياءَ جي ڪاڏل زمين.

**دَريا دل:** ص.سخي- فياض.

**دريا دِلي:** ث.سخاوت- فيضي.

**دريا ڪُوزي ۾ بند ڪرڻ:** ٿورن لفظن ۾ گهڻو مطلب ادا ڪرڻ.

**دريا لهڻ:** درياءَ جو پاڻي گهٽ ٿيڻ.

**دريا خان:** اسم خاص.سنڌ جي هڪ سورهيه جو نالو (جيڪو ڄام نظام الدين سمي جو وڏو وزير هو) - دونهه دريا خان، ٺٽي جو نالو.

**دَريائي:** ص.درياءَ جو- درياءَ وارو- بحري.

**دريائي گھوڙو:** ذ.گھوڙي جي شڪل وارو هڪ بحري جانور.

**دَريافت:** ث(ف) ڳولا- تلاش.جاچ- پڇا ڳاڇ.کوجنا.عدل- انصاف.

**دريافت ٿيڻ:** ڳولا هيٺ اچڻ.ايجاد ٿيڻ.پتو لڳڻ.

**دريافت ڪرڻ:** تحقيق ڪرڻ.پڇ ڪرڻ.حق پلئه وجهڻ.

**دريافت طلب:** ذ.پڇا قابل ڳالهه.تحقيق لائق مسئلو.

**دُريجي:** اسم خاص. حب نديءَ جي اورئين پاسي اوڀر طرف هڪ جبل جو نالو.

**دَريچه:** ذ(ف) دري- ڳڙڪي.لوگهو.

**دَريده:** ص(ف) ڦاٽل- چيريل.

**دَريده دَهَن:** ص. جيڪي زبان تي اچي. چئي ڏيندڙ. ڦاٽوڙو دهل. بدزبان.گستاخ.

**دَريغ:** ذ(ف) انڪار.نفرت.ڏک- افسوس.

**دريَل:** ذ.واڍن جو سَل ڪڍڻ جو هڪ اوزار.

**درين:** ث.اندلٺ- قوس قزح.

**دَريُوزَه:** ث(ف) بيک- گدائي.

**دَريوزه گر:** ص.بينو- بيکاري- گداگر.

**دَڙَ:** ث.دڙڪا.تنبيه.جٺ ڦٽ.گوڙ- هُل.ڪوڏر جي ڳَڏ.

**دَڙَ دَڙڻ:** اجايا نينگ تپا ڏيڻ.بَڪ بَڪ ڪرڻ.

**دَڙَ دلاسو:** ذ.دڙڪاءُ دلداري.آسروءُ دلاسو.

**دَڙَ لائڻ:** زور لائڻ- طاقت آزمائي ڪرڻ.

**دڙائڻ:** م.دڙڪا ڏيارڻ.ڀني ولائڻ.

**دَڙباٽ:** ث.دڙڪو- داب.زور.گھوڙي جي سنبن جو آواز.

**دَڙباٽڻ:** م.دڙڪا دهمان ڪرڻ.چڙٻون ڏيڻ.ڌمڪائڻ.هيسائڻ.

**دَڙدُ:** ذ.تڪليف- جاڪوڙ.مصيبت.سختي.درد.

**دَڙدَ پٽڻ:** تڪليفون سهڻ.سختيون سهڻ.جاڪوڙ ڪڍڻ.

**دُڙڪنو:** ص.بلڪل سُوڪ- سخت.

**دَڙڪو:** ذ.ڌمڪي- تڙي.چڙٻ.دپ.

**دڙڪو دابُ:** ذ.ڏڏو ڏيکر.جٺ ڦٽ.

**دَڙڪو ڦڙڪو:** ذ.دابو ڌمڪي- هائَڙهُونَڙ.

**دُڙڪي:** ث.ڏسو "دَڙڳي".

**دُڙڪي اچڻ:** بلڪل تکوءُ جلد اچڻ.

**دَڙڳُ:** ذ. ڪپڙي تي داغ (مس، سنٽ وغيره جو)- چٽو. دڳ (ڏؤنري جو).

**دُڙڳي:** ث.گھوڙي جي پنڌ جو قسم- دُڙڪي- دُرڪي.

**دَڙمي:** ث.زمين جي حد ڏيکاريندڙ مٽيءَ جي دڙي.

**دُڙنگ، دُڙنگو:** ص.ٿلهو متارو.

**دَڙَڻُ:** م.دڙڪا ڏيڻ.جٺ ڪرڻ.هُل ڪرڻ (ناراضگي مان).

**دَڙو:** ذ.مٽيءَ وغيره جو ڍڳ.ڍير.ڦٽل شهر يا ڳوٺ جي مٽيءَ وغيره جو وڏو ڍڳ.

**دَڙهَرُ:** ذ.گوڙ (دريء.چوٺين.طوفان جو)- گجڪار.

**دَڙهو:** ذ.جانور (گھوڙي.اٺ وغيره جي) جي زور سان پُٺ تي لت.

**دَڙها هڻڻ:** نينگ تپ ڏيڻ.زور سان پُٺ تي لتون هڻڻ.

**دَڙهي:** ث.چنبو- صفائي- وانر (اَن جي).

**دَڙي:** ث.مٽيءَ جي ڍڳي (جيڪا زمين جي حد کي نروار ڪري). ننڍو ڍڳ.

**دَڙي دڪي پَٽڻ:** هموار ڪرڻ- سنوارڻ.

**دَڙي دَنگي:** ظ.همت سان- مڙسن مڙسي.

**دَڙي دِڪ:** ث.ڪڙٻڙ.رنڊڪ.

**دڙيون ٽپڻ:** حرڪت بازي ڪرڻ.ڏاڍ مڙسي ڏيکارڻ.

**دڙيون چاڙهڻ:** زمين جي حدبندي ڪرڻ.

**دڙيون وجهڻ:** ڀيلي م ننڍا رستا ٺاهڻ.

**دَزَ:** ث.اڏامندڙ مٽيءَ جي سنهي چنبر- لَٽَ.

**دَزجَڻ:** م.مٽيءَ م لٿجڻ.

**دُزُ:** ص(ف) چور.بيوقوف- جٽ.

**دُزدُ:** ص(ف) چور.

**دَسَ:** ذ(ف: ده) ڏهه.ڏهه يا ڏهن کان وڌيڪ تعداد.ڏهاڪو. ڪن بـ شين جو گھڻو انداز (جيئن دهلن جو دس، گارين جو دس، ڪڪڙن جو دس وغيره).وسڪارو- ڌوڙيو (گارين جو).

**دِس:** ث(س: دِش) ڏس- طرف.

**دِس لتاڙڻ:** ملڪ گھمڻ.گھڻو سير سياحت ڪرڻ.

**دُسُ:** ذ.واريءَ يا مٽيءَ جو ڍڳ- دڙي.(ص) ٿلهي- دؤنس.

**دَستُ:** ذ(ف) هٿ.پيٽ جو ڪ ڪوس- جلاب.

**دست آموز:** ص.هيريل- پريل- نيايل.هوشيار- پَڙ- ماهر.

**دَست آوَر:** ص.جلاب آڻيندڙ دوا- مُسهِل.

**دست اندازي:** ث.هٿ وجهڻ.تنگ آڙائڻ- مداخلت.ٻئي جي ڪم م هٿ چراند.

**دَست بدَست:** ظ.هٿو هٿ.جلدي- يڪدم.

**دست بُرد:** ث.خيانت- خردبُرد.ناجائز استعمال (رقم جو)- غبن.

**دست بَردار:** ص.هٿ کڻي ڇڏيندڙ. سرپرستي يا واسطو نہ رکندڙ. بي تعلق.لادعوي.

**دَست بَرداري:** ث.لاتعلقي- علحيدگي.هٿ کڻڻ واري حالت.

**دست بستہ:** ظ.هٿ ٻڌي.باادب.

**دَست بَند:** ذ.هٿ جي ڀُڻ تي سجائڻ جو زيور.

**دست بوسي:** ث.هٿ چمڻ (عزت مان).

**دَست بيعت:** ذ.ڪنهن جي هٿ تي بيعت ڪرڻ جي حالت- مريد ٿيڻ.

**دَست پناه:** ذ.ٽاندن کڻڻ جو چمچو.

**دَست دَراز:** ص.هٿ ڊگهيريندڙ. چالاڪ.زيادتي ڪندڙ- ظالم.

**دست دَرازي:** ث.هٿ کس.ٻئي جو حق کسڻ.هٿ چُراند.اتڪاءُ. مداخلت (ڪمر).

**دست راست:** ذ.ساڄو هٿ.سچو مددگار.سچو ساٿي.

**دَست شَفا:** ص.صحت بخشيندڙ هٿ.ڪامل طبيب.

**دست شفقت:** ذ.پيار جو هٿ.مهرباني- عنايت.

**دست غيب:** ذ.لڪل ذريعي واري ڪمائي.ازغيبي مدد.

**دست قدرت:** ذ.قدرت جو هٿ.اختيار- وس.

**دست گاه:** ث.مال ۽ اسباب.طاقت- زور.ٻجت.وسيلو.مهارت- مشق.

**دست لڳڻ:** جلاب ٿيڻ- هرهر پائخانو اچڻ.

**دست مال:** ذ.هٿن صاف ڪرڻ جو رومال.

**دست نگرَ:** ص.محتاج- حاجتمند.

**دست وٺڻ:** هٿ وٺڻ- رهبري ڪرڻ- حامي ٿيڻ.

**دست و پا:** ذ.هٿ پير.حيلا وسيلا.

**دَستي:** ص.هٿ جو.هٿ وارو.هٿ ۾ کڻڻ جو.

**دَستارَ:** ث (ف) پڳڙي.پٽڪو.علمي فضيلت طور ٻڌا ايل پڳ.

**دَستار بَند:** ص.پڳ ٻڌل.ديني مدرسي مان سَنَد ورتل.

**دستاربندي:** ث.پڳ ٻڌڻ جي رسم (وارث يا ديني علم جي تحصيل ڪندڙ کي).

**دَستار فضيلت:** ث.ديني علم ۾ فاضل ٿيڻ جو پٽڪو.

**دَستانو:** ذ (ف) هٿن تي پائڻ جو غلاف.هڪ قسم جو ڳهه.

**دَستاويزُ:** ذ (ف) لکت- تحرير. سَندَ. حڪومت جي مُهر وارو ڪاغذ (جنهن تي قبوليت لکجي).

**دستاويزي:** ص.دستاويز جو- دستاويز موافق.

**دستاويزي فلم:** ث.خاص رپورٽ تي ٻڌل فلم- ڊاڪيومينٽري.

**دَستَرخوانُ:** ذ (ف) ڪپڙو (جنهن تي ماني رکي کائجي).

**دَسترخوان جي مَک هئڻ:** کاڌي ۾ زوري شريڪ ٿيڻ.

**دَستخطُ:** ذ (ف) هٿ جي لکت.هٿ اکر.تحرير.قلمي نسخو.صحيءَ جو نشان.

**دَسترِس:** ث (ف) پهچ- رسائي- پڄندي.مهارت.

**دَستَڪ:** ث.هٿ جو ٺڪ (دروازي تي).ٺڪاءُ- کڙڪو.تاڙي.

**دَستڪ ڏيڻ:** درکڙڪائڻ.تاڙي وڄائڻ.

**دَستڪار:** ص.هٿ جو ڪاريگر- هنرمند.

**دَستڪاري:** ث (ف) هٿ جو هنر.هنر- ڪاريگري.

**دَستڪَش:** ص (ف) ڪم مان هٿ ڪڍي ويندڙ- لاتعلق.

**دَستگيرُ:** ص (ف) هٿ وٺندڙ.مددگار- حامي.مشڪل مان پار ڪندڙ.

**دَستگيري:** ث.مدد- حمايت.

**دَستو:** ذ (ف) هٿيو- مُٺيو. مسالي ڪُٽڻ جو مُهرو. جٿو (فوج جو).24 ڪاغذن جو سٿو.

**دَستُورُ:** ذ (ف) روش- چال- ڍنگ.رسم- ريت.قاعدو- قانون.آئين.

**دستورَ ٻڌڻ:** قاعدو مقرر ڪرڻ- معمول ٺاهڻ.

**دَستُورالعَمل:** ذ.قاعدو قانون.طور طريقو.حڪومت جو سرشتو.

**دَستُوري:** ص.دستور موجب.رواج مطابق.

**دَستي:** ث.هٿ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.هٿ جو چنبو.پاسراتيءَ وارو گوشت جي سڌي.نوٽن جي ٿهي.

**دَستياب:** ص (ف) هٿ آيل.مُيسر- حاصل.

**دستياب ٿيڻ:** حاصل ٿيڻ- هٿ لڳڻ.

**دُسري:** ث.ڳهه جو هڪ قسم- ٻن سرن واري ڏُهري.

**دُسڙ:** ث.گهٽي مٽي- ڌُسڙ.خراب رستو.

**دُس قُس:** ث.زوري زبردستي.

**دَسمَر:** ذ.قرڙيءَ تي رکڻ لاءِ ڳوهيل اٽو.

**دَسَڻ:** م.ياڪر وجهي ڪيرائڻ.ليٽائڻ (ملھ.مقابلي يا جهيڙن ۾).شڪست ڏيڻ.هيٺان ڪرڻ- زير ڪرڻ.

**دُسڻ:** م.گپ ۾ ڦاسڻ- کپڻ- کچڻ.داخل ٿيڻ- گهڙڻ.

**دُسو، دُشو:** ذ (ف:دشالہ) دُشالو.

**دَسهَرو:** ذ.هندن جو هڪ ڌرمي ڏينهن (جيٺ مهيني جي ڏهين تاريخ، انهيءَ ڏينهن تي شري رامچندر.راوڻ کي ماريو هو).

**دُسي:** ث.خار.دڙنس.غيرت.

**دُسي ڏيڻ:** خار ڏيڻ- ساڙڻ.ڏوڪي لاءِ وڌي رقم داءُ ۾ وجهڻ.

**دشا:** ث (سن) طرف- ڏس- پاسو.

**دَشا مَٽائڻ:** رفع حاجت (ڪاڪوس) لاءِ وڃڻ.

**دُشالو:** ذ (ف) اوني يا ريشمي چادر.

**دَشتُ:** ذ (ف) رڻ پٽ- صحرا- ريگستان.

**دشت پيما:** ص. بيابان ۾ گهمندڙ. سيّاح.

**دشت نوَرد:** ص. بيابان پار ڪندڙ.

**دشت پيمائي، دشت نوَردي:** ث. بيابان ۾ رولڙو- آوارگي.

**دَشتي:** ص. صحرائي- بياباني.

**دشتَ:** ث. نظر- نگاهه- درشٽ.

**دُشٽُ:** ص (سن) ظالم- بيرحم. دشمن.

**دُشٽائي:** ث. خرابي. بڇڙائي. ڪندهه- پاپ.

**دُشڪارِي:** ث. اَتي- ڦٽڪار- ڌڪار.

**دُشمَنُ:** ذ (ف) ويري- عدو. بدخواهه. مخالف.

**دُشمَني، دُشمَنو:** ث. وير- عداوت. مخالفت.

**دشمني ڪرڻ:** وير رکڻ- دشمن ٿيڻ.

**دَشنا:** ذ (ف) خنجر- تلوار- ڪٽاري.

**دُشنام:** ذ (ف) گار- بدلفظ.

**دُشنام طِرازي:** ث. گارگند.

**دُشو:** ذ. ديسي اَنب ڪيڙو. بوڇڻ- ڏشنو.

**دُشوارُ:** ص (ف) مشڪل- ڏکيو. هنجو. تڪليف ڏيندڙ.

**دُشوار گُذار:** ص. جتان لنگهڻ ڏکيو ٿئي. ڏکيو لنگهه.

**دُشوارِي:** ث. ڏکيائي- مشڪلات. اهنجائي- دقت.

**دُعا:** ث (ع) التجا- عرض. اهو جملو جنهن ۾ خدا کان ڪجهه گهرڻ لاءِ وري ورچنجي. مناجات. برڪت ورتڻ ڦليلائي واري مراد.

**دُعا دفعا ڪرائڻ:** ڦيڻو وجهائڻ- تعويذ ڪرائڻ.

**دُعا دل سان نه لڳڻ:** پڪ نه ٿيڻ- عتبار نه ڄيڻ.

**دُعا سلام:** ث. عليڪ سليڪ. گفتگو.

**دُعاگو، دُعاڳو:** ص. خير گهرندڙ- پيو چاهيندڙ.

**دعا گهرڻ:** مراد گهرڻ. آسيس گهرڻ. حاجت روائي پوري ٿيڻ. (خدا کان) مغفرت گهرڻ. التجا ڪرڻ.

**دُعا لڳڻ:** دعا جو اثر ٿيڻ- مراد پوري ٿيڻ.

**دُعاءِ خير:** ث. نيڪ دعا. آسيس. نڪاح. فاتحه.

**دعويٰ:** ث (ع) طلب- گهر. فرياد (حق طلبي لاءِ). مقدمو.

**دعويٰ ڪرڻ:** حق جتائڻ. حقداري جو مقدمو ڪرڻ.

**دعويدارُ:** ص. حق گهرندڙ. دانهين- فريادي.

**دعويٰ گير:** ص. گهڻيون دعوائون ڪندڙ. جهڳڙالو- تڪراري.

**دَعوت:** ث (ع) سڏ- ڪوٺ. شادي، وغيره ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سڏ. ماني جو سڏ.

**دعوتِ شيراز:** ث. بي تڪلفي واري دعوت.

**دعوت ڪرڻ:** کائڻ لاءِ نينڊ ڏيڻ. مجلس ڪرڻ.

**دعوَت نامو:** ذ. ڪوٺ جي سڏ وارو ڪاغذ.

**دعوت وَليمه:** ث. نڪاح جي موقعي تي ڪاڌي جي دعوت.

**دَعوتي، دعوتيو:** ص. دعوت وارو. جنهن کي دعوت مليل هجي.

**دَعِي مُدَعِي:** ص. فريادي ۽ جوابدار. ٻئي ڌريون. (ظ) آمهون سامهون- روبرو.

**دَغا:** ث (ف) دوکو- فريب. ڪپٽ. ويساهه گهاتي. ٺڳي- دولاب.

**دَغاباز:** ص. دولابي. ٺڳ. فريبي.

**دغا دوڻي:** ث. منافقي، دوکيبازي- بڇڙائي.

**دغا ڏيڻ:** ويساهه گهاتي ڪرڻ. واعدي خلافي ڪرڻ.

**دغا کائڻ:** شڪ پوڻ- گمان اچڻ.

**دُغاڙو:** ذ. سوٽو- ڪش (بيڙي يا حقي جو). چالاڪي.

**دَنمائي:** ص. دغا ڪندڙ- دغاباز- ڪپٽيو.

**دَغدَغا:** ذ. هڪ قسم جو ننڍو ڏيو. (ص) روشن- چمڪندڙ.

**دَغزو:** ذ. ٻڪرين ۽ ميڙن لاءِ ڪانڊيرن جو ڪٽيل جهري.

**دَغَلُ:** ذ (ف) سر جي خرابي. ٺڳي. بدفعلي. گوشت يا ڏونري جو ڏڪ.

**دَغلبازي:** ث. ٺڳي. دولاب. دغابازي.

**دُغلو:** ذ (ف) ڪمذات- ڪميڻو. گدو (نسل ۾).

**دَف (ا ت)، دَفُ:** ذ (ف) وڄت جو هڪ ساز (ٿالهي ۽ جهڙو. هڪ پاسي کان چڙهيل ٻيو پاسو کليل)- دَڦَ.

**دُف:** ص. ڇٽ- ناس. اجڙ. برباد.

**دُف ڪرڻ:** پينڊ ڪرڻ. ڏاتي ڇڏڻ (ملڪيت). برباد ڪرڻ.

**دَفاتر:** ذ (ع) دفتر جو جمع.

**دَفتَر:** ذ (ف) آفيس جي لکپڙهه يا حساب ڪتاب جا ڪاغذ- رڪارڊ. آفيس. وڏو ڪتاب. ڊگهو قصو.

**دفترِ اعمال:** ذ. عملن جو ڪتاب- عملنامو.

**دفتر خانو:** دفتر رکڻ جي جاءِ- آفيس.

**دَفتر دار:** ص. ڪمشنر جي پاران زمين جو رڪارڊ رکندڙ آفيسر.

**دَفتَري:** ص. آفيس يا رڪارڊ سنڀالي رکندڙ ملازم.

**دفتر داخِلُ:** ڪو عرض يا رٽ بنا فيصلي جي دفتر ۾ رکي ڇڏڻ. ملتوي. نامنظور.

**دفتر ڪُٽا ڪٽي وڃڻ:** مٽ ڪسجي وڃڻ. رواج ختم ٿي وڃڻ.

**دفتر کولڻ:** وڏو قصو بيان ڪرڻ. نئين آفيس بنائڻ.

**دفتر نويس:** ذ.لکندڙ- محرر- منشي. ڪتاب لکندڙ. نبڪ.

**دَفتري:** ث.تمام ٿلهو ڪاغذ (جنهن چاڙهڻ جي ڪم اچي) - پٺو.

**دَفع:** ظ(ع) پيري-دور.

**دفع الوَقتي:** ث.وقت ٽارڻ لاءِ بهاني بازي.

**دَفع ڪرڻ:** دور ڪرڻ. ٽارڻ (اکين اڳيان). هٽائڻ. چٽ ڪرڻ. ختم ڪرڻ.

**دَفعتاً:** ظ(ع) هڪ ئي پيري. اوچتو- يڪدم.

**دَفعدار:** ص.پوليس جمعدار.

**دَفعو:** ذ(ع) پيرو- گهمرو- وارو. قانون جو فقرو.

**دفعي دفعي:** ظ.پيري پيري- هر گهمري. وري وري.

**دَفنُ:** ذ(ع) پورڻ (زمين ۾). پوريل.

**دفن ڪرڻ:** زمين ۾ پورڻ. قبر ۾ لاش رکڻ. هميشه جي لاءِ ختم ڪرڻ (معنئو). گم ڪرڻ.

**دَفنائڻُ:** م.پورڻ (زمين ۾). قبر ۾ رکڻ (لاش).

**دَفينو:** ذ(ع) پوريل خزانو. ناتو.

**دَقُ:** ذ.هڪ ٻني مٿان سٿيل رلين جو ڍڳ.

**دَق ڪرڻ:** سيءَ يا تپ ۾ هڪ ٻني مٿان ٻه ٽي رليون وجهڻ (جيئن هوا لنگهي ۽ جسم مان پگهر نڪري).

**دُق:** ذ.هوا جي زور تي اڏندڙ ڌوڙ جو غبار.

**دُق تي بندوق چوڙڻ:** خطري ۾ ڪان سواءِ ڌڪي تي ڳالهه چوڻ.

**دَقرو:** ص.ٿلهو متارو. تندرست ۽ ٿلهو. (ث.دقري).

**دَقڙڻ:** م.ٿڪڻ. ٿڙڻ. ٿڙ ڪڻ.

**دَقڙو:** ذ.ٻيڙيءَ جو جهلو.

**دُقڪ:** ذ.ذرڙو يا غبار وانگر نظر ايندڙ جسم. غبار- ذرڙو (هوا ۾ مٽيءَ ڌوڙ جو).

**دُقڪ سودو:** ٻن ڌرين جي شين جو سودو يا مٽا سٽا.

**دَقو:** ذ.سخت هوا- طوفان- واچ.

**دَقيلو:** ذ.وهندڙ پاڻيءَ ۾ ٿيل وَٽ (اونهاڻيءَ ۾ وچي وري مٿي اچڻ ۾).

**دقُ:** ث(ع) سلهه (بيماري). (ص) سنهو. عاجز- ڪڪ. مشڪل.

**دقُ ڪرڻ:** تنگ ڪرڻ- بيزار ڪرڻ- هلاڪ ڪرڻ. ستائڻ- آزارڻ.

**دَقائقُ:** ذ(ع) دقيقي جو جمع. باريڪ نُڪتا.

**دقتَ:** ث(ع) ڏکيائي- تڪليف. تنگي- سوڙهه. بيزاري- هلاڪي.

**دقت طلب:** ص.ڏکيو- اهنجو. مشڪل.

**دَقيانُوس:** ص(ع) پراڻو- ڪهنو. قديم. (اسم خاص) هڪ رومن بادشاهه جيڪو 340ع ۾ تخت نشين ٿيو (اصحاب ڪهف سندس زماني ۾ جيئرو ٿي جاڳيا).

**دَقيانُوسي:** ص.پراڻن خيالن وارو- قدامت پسند.

**دَقيقُ:** ص(ع) باريڪ- سنهو. تمام ٿورڙو. ڳوڙهو- منجهيل.

**دَقيقو:** ذ.باريڪ نُڪتو. مشڪل مسئلو. منٽ (60 سيڪنڊ).

**دُڪانُ:** ذ(ع) هَٽُ. واپاريءَ جي جاءِ.

**دُڪان کولڻ:** هٽ کولڻ. ڌنڌو چالو ڪرڻ.

**دُڪان هلڻ:** خوب ڌنڌو ٿيڻ.

**دڪاندارُ:** ص.هَٽائي. واپاري.

**دُڪانداري:** ث.هَٽ واپار. واپار وڙو. ڏيتي ليتي.

**دُڪاني:** ث.ننڍڙو هَٽ- ڏڪانڙو.

**دَڪَڙ:** ص.بي سواد. مٺاڄ کان سواءِ.

**دُڪدَڪو:** ذ.ڳڻتي- فڪر- الڪو. آسرو.

**دَڪو:** ذ.لوڏو- جهٽڪ. دل جي چوٽ- صدمو.

**دڪو:** ذ.ٿلهو- چبوترو. ڍِبَ.

**دُڪو:** ذ.تونو (وزن). تولي جيترو مڪڻ (ننڍڙي ٻارڪي ڪارائڻ لاءِ).

**دڪي:** ث.ننڍڙو ٿلهو. ڏاڪڻ جو ڏاڪو.

**دُڪي:** ث.تاس ۾ ٻن داڻن وارو پتو.

**دڪيرڻ:** م.ڌار ڪرڻ- جدا ڪرڻ.

**دَکُ:** ذ.وڏو- قداور- ڳرو. نڪموءَ ٿلهو. بيوقوف. پوڙهو- جهور.

**دُکُ:** ذ(سن) بيماري- مرض. سُور- اهنج. غم- ڏک.

**دُک دَرد:** ذ.ڏک سُور. مصيبتون.

**دُک سُک:** ذ.ڏک سک- رنج ۽ راحت.

**دُکانُ:** ذ.دکن. ڪنهن هنرمند ڪاريگر جي ڪم ڪرڻ وارو هنڌ. (ڪنڀار. ڪوري. موچي. واڍو).

**دُکاني:** ث.ننڍڙو دڪان. دِڪي. ٻيڙيءَ ۾ هڪ هنڌ ويهڻ جي جاءِ.

**دُکائڻُ:** م.ٻارڻ (باهه). جاڳائڻ (باهه. جهيڙو). ڏڳائڻ.

**دُکدائڪ:** ص.ڏک جهڙو. افسوسناڪ.

**دکَنُ:** ذ.ڏکڻ- جنوب.

**دُکَڻُ:** م.ٻرڻ (باهه). ڏڳڻ. جاڳڻ (فتنو).

**دکِي:** ث.ننڍڪر جو هڪ ٿاڻو (ڪنگر يا لوٺي جهڙو).

**دُکِي:** ص.ڏکويل. غمگين. بيمار- اگهو.

**دُکيارو:** ص.دُکي. (ث.دُکياري).

**دُگارڙو:** ذ.خُتي يا ٻيڙيءَ جو وڏو سوٽو.

**دُگاڙا هڻڻ:** وڏا سوٽا هڻڻ. ٻٽا ڪون هڻڻ.

**دُگامر:** ذ.گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو- ڏُگَ.

**دُگامو:** ذ.ڏُگَ چال وارو گهوڙو.

**دُگانہ:** ظ(ف) بہ دفعا.بہ رڪعتون (نماز).

**دُگجو:** ذ.پڪين ڦاسائڻ جو رَڇ.

**دُگدُگي:** ث.زناني زيور جو هڪ قسم- ڏهري ۾ پيل دِڳلي. سيني ۽ ڳچيءَ جي وچ واري ڪڏ.

**دگر، ديگرَ:** ص(ف) بيو.ٻئي رنگ جو.اُلٽ پلٽ.هيٺ مٿي.

**دَگرانُ:** ص.ٻيائي رکندڙ- بغضي.(ذ) هڪ قسم جو وڏو پکي.

**دگرگُون:** ص.ٻئي رنگ ۾.اُلٽ پُلٽ.

**دُگنو:** ص(ف:دوگنہ) ٻيڻو.ٻٽو- ڏهرو.

**دگو:** ذ.حڪم- ارشاد- فرمان.اختيار- وَس.زور- طاقت- سگهه.

**دَگُ:** ذ.وڏو شاهي رستو.گس.پيچرو.

**دَگ ڇڏڻ:** پلجي وڃڻ.رستو ڇڏڻ.دوستي ڇنڻ.

**دَگ سَهي ڪرڻ:** ارادو سمجهي وڃڻ.

**دَگ لائڻ:** واٽ ڏيکارڻ- رهنمائي ڪرڻ.

**دِگلائي ڇڏڻ:** مُنجهائڻ.ڏوڪو ڏيڻ.ڦُرڻ.

**دَگ وٺائڻ:** روانو ڪرڻ. لوڏي ڪڍڻ. ڪڍي ڇڏڻ (ڪم يا ذميداريءَمان).

**دِگُ:** ذ. چميل شيءِ جو ڇَڪو (ڏونري يا مکڻ جو چاٽو). رت جو چميل داغ.ماس جو ٽڪر.

**دِگڙ:** ذ.وڏي اِڪڙي- وڏو ٽڪر.

**دِگڙ دُلِي:** ث.ٿلهي متاري.

**دُگلو:** ذ.ڏهريءَ جو پٽلو.(ص) بندروءِ ٿلهو.

**دِگو:** ذ.اختيار- حڪم.قبضو.

**دِگو ڄمائڻ:** زوري مالڪ بڻجي ويهڻ. حڪم هلائڻ.قبضو ڄمائڻ.

**دَگيدارُ:** ص.حڪم هلائيندڙ.حاڪم.

**دَلُ:** ذ. ڍِگ- انبار. ڪڪرن جو دَسُ. جيتن جو جهنڊ. ماڻهن جو انبوهه. لشڪر- ڪٽڪ. (هڪ ڏند ڪٿا موجب دنيا ۾ ساهوارن جا اڍائي دَلَ آهن: هڪ دَل مڪڙ، ٻيو دل ماڪوڙيون. اَڌ دَل ۾ باقي سڀ ساهوارا). هڪ ذات جو نالو.

**دِلِ:** ث (ف) قلب- مَنُ- هنيون. اندر- باطن. همت- جرئت. خواهش.مرضي.وچ- مرڪز.

**دِل اُٿڻ:** وجد جي حالت ۾ اچڻ. ڪنهن ڪم لاءِ يڪدم تيار ٿي وڃڻ.چريو ٿيڻ.

**دِل اٽڪڻ:** نينهن لڳڻ- عشق ٿيڻ.

**دَل اُچاٽ ٿيڻ:** دل ڪچي وڃڻ.جيءُ گهبرائڻ.

**دَل باغ باغ ٿيڻ:** نهايت خوش ٿيڻ- سَرهو ٿيڻ.

**دَل ٻڌڻ:** حوصلو ڪرڻ.هام هڻڻ.

**دَل ٻُڏڻ:** بيهوشي ٿيڻ.

**دَل پَچڻ:** دل ڪچي وڃڻ- دلچسپي نہ رهڻ.

**دَل پِچڻ:** دل تي اثر پوڻ.ڪهلا چڻ.

**دَل پِچڻ، ٽوڙڻ:** مايوس ڪرڻ.نااميد ڪرڻ.هٽائڻ (ارادي تان).

**دل پُرجڻ:** ڪٺو ٿيڻ- بيزار ٿيڻ.

**دَل پَرجي اچڻ:** ڏڪارو ٿيڻ.روئڻهار ڪو ٿيڻ.

**دَل پريل هئڻ:** دبدٻاءُ نہ ٿيڻ- ڳتي نہ هئڻ.

**دل تان ڪرڻ:** حقير ٿيڻ.قدر نہ رهڻ.

**دَل تان لهڻ:** وسري وڃڻ.نہ وڻڻ.

**دَل تڙپڻ:** دل جي چاهت وڌڻ- بيقرار ٿيڻ.

**دَل تي:** ظ.مرضيءَ موجب.ڊؤتي.چڱيءَ طرح.

**دَل تي بار ٿيڻ:** ڳتي ٿيڻ.هاضمو خراب ٿيڻ.

**دَل تي چڙهڻ:** ياد اچڻ.

**دل تي رکڻ:** ياد ڪرڻ (هر وقت).گهڻو پيارو گهرڻ.

**دل تي نقش ٿيڻ:** پڪو اثر ٿيڻ- دل تي ويهي وڃڻ.

**دَل تي هٿ رکڻ:** احساس ڪرڻ.پنهنجي حالت سان پيٽڻ.

**دَل ٿيڻ:** وڻڻ.چاهه ٿيڻ.شوق ٿيڻ.

**دل ٽپا ڏيڻ:** خوش ٿيڻ- بهار بهار ٿيڻ.

**دَل ٽُٽڻ:** همت هارجڻ.شوق ڪڇڻ.مري وڃڻ.

**دل ٺرڻ:** خوش ٿيڻ.فرحت اچڻ.

**دِل ٺوڪڻ:** اطمينان ڪرڻ- خاطري ڪرڻ.

**دَل پَڪي ڪرڻ:** حوصلو ڌارڻ. صدمو برداشت ڪرڻ. پڪو ارادو ڪرڻ.

**دل پَلڻ:** آسرو لاهڻ.چِڪ يا سَڌ نہ هئڻ.

**دَل جان سان:** سچي نيت سان- هڙان وڙان.

**دَل جلڻ:** ساڙ لڳڻ.حسد ٿيڻ.ڪوڙ لڳڻ.

**دل جمع رکڻ:** خاطري ڪرڻ.يقين رکڻ.ڀروسو رکڻ.

**دل جو اَڇو هئڻ:** نيڪ نيت هئڻ- اندر جو صاف هئڻ.

**دل جو ارمان ڪڍڻ:** ساڙ ڪڍڻ.دل ۾ حسرت باقي نہ رکڻ.

**دَل جو غُبار نڪرڻ:** دل مان ڪدورت يا غم غصو نڪري وڃڻ.

**دَل جو قاضي ڪرڻ:** دل مَن پڇڻ- ويچار ڪرڻ.

**دل جو گهاءُ ڄاڻڻ:** ڳجهي صدمي کان واقف هئڻ.

**دل جي دل ۾ رهڻ:** اُميد جو پورو نه ٿيڻ- حسرت رهڻ.

**دَل جي ڪُنجي:** محاورو. همراز- همدم- صلاحڪار.

**دل جي ڳالهه:** ث. مرضي. راز.

**دل جي ڳنڍِ کُلڻ:** رنجش يا ڪينو ختم ٿيڻ.

**دل جهلڻ:** همت ٻڌڻ. حوصلو ڪرڻ.

**دل ڄَمڻ:** دل لڳڻ. خيال ٽڪاءُ ڪرڻ. توجه ٿيڻ.

**دَل چورائڻ:** دل تي قبضو ڪرڻ- ٻئي جي دل وٺڻ.

**دَل دڪي ڪرڻ:** مستقل مزاج بڻجڻ.

**دل دڪيءَ ۾ رکڻ:** دلجاءِ ڪرڻ. (طنزيه) آسرو نه رکڻ.

**دل دَهلڻ:** خوف ٿيڻ. دل ڌڙڪڻ- بي همت ٿيڻ.

**دَل ڏُٺارڻ:** راضي ڪرڻ- ريجهائڻ- پرچائڻ.

**دَل ڌڙڪڻ:** ڊپ يا انديشي کان گهبرائڻ.

**دل ڏسڻ:** دِل جي ڪُشادگي يا حوصلو آزمائڻ.

**دَل ڏيڻ:** عاشق ٿيڻ. ڌيان ڏيڻ.

**دل رکڻ:** دلداري ڏيڻ. ڏيڏيڻ.

**دل ريهڻ:** دل کي لڳڻ.

**دل ساڙڻ:** ساڙ ڏيارڻ. تمام گهڻو ڏک ڏيڻ.

**دل سان:** ظ. شوق سان. توجه سان.

**دل سان لڳڻ:** ياد اچڻ. اعتبار اچڻ- وِسهڻ.

**دل سوڙهي ڪرڻ:** ڪنجوسائي ڪرڻ. بي همت ٿيڻ.

**دَل شاهدي نه ڏيڻ:** اعتبار نه اچڻ.

**دل ڦاٽڻ:** ڏک واري ڳالهه ٻڌڻ سبب دل جو قابو ۾ نه رهڻ.

**دل ڦٽجڻ:** ڏکارو ٿيڻ- عاشق ٿيڻ.

**دل ڪچي ٿيڻ:** اُلٽيءَ جو خيال ٿيڻ (خراب کاڌي يا بدهضميءَ کان).

**دل ڪَٽجڻ:** دل کاري ٿيڻ. دل ۾ ڪدورت اچڻ.

**دَل ڪڍڻ:** اُڪير ٿيڻ- سِڪ ٿيڻ. مِلڻ جي تانگهه ٿيڻ.

**دل ڪَڙهڻ:** غم ڪرڻ. دل سڙڻ.

**دَل ڪَڙِي ڪرڻ:** دل ڏاڍي ڪرڻ. مرضيءَ جي خلاف قبول ڪرڻ.

**دَل ڪوسي ٿيڻ:** ڏکوئجڻ. ڪاوڙجڻ.

**دل ڪوسي ڪرڻ:** ناراض ڪرڻ. بدگمان ڪرڻ.

**دَل ڪُومائجڻ:** سُست ٿيڻ. ارمان ٿيڻ.

**دَل ڪَٽي ٿيڻ:** ڪڪ ٿيڻ- بيزار ٿيڻ. ورچڻ. مُنهان ٻوڻ.

**دِل کُلڻ:** دل جو حجاب نه هجڻ. سمجهه ٿيڻ.

**دل کُليل هئڻ:** داتا يا سخي هئڻ.

**دل کولڻ:** اندر جا احوال ڏيڻ- ڳُجهه ڳرهڻ.

**دَل کولي:** ظ. چڱيءَ طرح- بخوبي.

**دل کي ڌڪو اچڻ:** دل جو ڳانڍاپو ٽٽي پوڻ. ارمان ٿيڻ.

**دل کي لڳڻ:** ياد اچڻ. پڪ ٿيڻ. اثر ٿيڻ (دل تي).

**دَل لڳائڻ:** چاهه رکڻ (ڪم سان). ڌيان ڏيڻ.

**دل لاهڻ:** بي همت ٿيڻ. نااميد ٿيڻ.

**دل لائڻ:** ڌيان ڏيڻ. محبت ڪرڻ.

**دل لوڏو کائڻ:** بي يقيني ٿيڻ.

**دل لوڙهڻ:** بي همت ٿيڻ. نااميد ٿيڻ.

**دل مارڻ:** خواهش کي دل کان روڪڻ.

**دَل مان ڪڍڻ:** وساري ڇڏڻ.

**دل ماندي ٿيڻ:** مونجهه ٿيڻ. بي آرامي ٿيڻ.

**دَل مَٽڻ:** دل ڦيرائڻ- صحبت مٽڻ.

**دَل ۾ اچڻ:** خيال ٿيڻ. ياد پوڻ.

**دل ۾ جاءِ ڏيڻ:** عزت ڪرڻ. تمام گهڻو چاهڻ.

**دل ۾ چور ويهڻ:** بدگماني ٿيڻ- شڪ پوڻ.

**دَل ۾ فرق (ڦيرو) اچڻ:** دل بدلجي وڃڻ. اعتبار کڃي وڃڻ. اختلاف ٿيڻ.

**دل ۾ گهر ڪرڻ:** تمام گهڻو وڻڻ. پسند اچڻ.

**دل ۾ هُرڻ:** هر وقت ياد رهڻ. اندر ۾ کٽڪڻ.

**دل ۾ ڪرڻ:** ڏک ڪرڻ.

**دل ۾ گدڙ ويهڻ:** بي ايمانيءَ جو خيال ٿيڻ.

**دل ملڻ:** دلين جو گڏجڻ. محبت ٿيڻ.

**دَل مَن پچڻ:** سوچ ويچار ڪرڻ. ڳڻ ڳوت ڪرڻ.

**دِل ميري ٿيڻ:** نيت خراب ٿيڻ. قلب ڪارو ٿيڻ. دل ۾ ننڪ شبها جاڳڻ.

**دل نه ٻولائڻ:** اعتبار ۾ ڳالهه نه اچڻ- دل شاهدي نه ڏيڻ.

**دل نندي ڪرڻ:** همت هارڻ. نااميد ٿيڻ. مايوس ٿيڻ.

**دل وارو:** ص. دل کي وڻندڙ. مَن موهيندڙ. پيارو. دلير- سورهيه. سخي.

**دل وٽان:** ظ. چاهه موجب- مَن گهريو.

**دَل وٺڻ:** همدردي ڪرڻ. غمخواري ڪرڻ. قرب ۾ آڻڻ. راضي ڪرڻ.

**دل وڌڻ:** حوصلو ٿيڻ- جرئت ٿيڻ.

**دِل وڏي وڃڻ:** غرور اچي وڃڻ- وڏائي ٿيڻ.

**دل ورڻ:** شوق ٿيڻ. لاڙ ٿيڻ. مرضي ٿيڻ.

**دل وسامڻ:** مايوس ٿيڻ. نااميد ٿيڻ. گهبرائجڻ (صدمي ڪان).

**دل وندرائڻ:** مشغول ٿيڻ. ڌيان ٻئي پاسي ڪرڻ لاءِ ڪو شغل ڪرڻ.

**دل هٽڻ:** شوق لهڻ. بيزار ٿيڻ. نفرت ٿيڻ.

**دل هڄڻ:** ويساهه اچڻ - اعتبار ٿيڻ. دل گهرڻ.

**دليون هڻڻ:** ٻڏ تر هڻڻ - فيصلو نه ڪري سگهڻ.

**دل آرام:** ص (ف) دل کي آرام ڏيندڙ. منٺار. معشوق.

**دل آرائي:** ث (ف) دل کي وڻڻ.

**دل آزار:** ص (ف) دل ڏکوئيندڙ. ظالم.

**دل آزاري:** ث (ف) دل ڏکوئڻ. ظلم - ڏي.

**دل آويز:** ص (ف) من موهيندڙ. دل کسيندڙ. دل کي وڻندڙ.

**دلارو:** ص. پيارو - لاڏلو. معشوق.

**دلاسو:** ذ (ف) ڏڍ - آٿت. ڀروسو. تسلي.

**دلاسا ڏيڻ:** ٿلها آسرا ڏيڻ. دلداريون ڏيڻ.

**دلاسي جي ٻُڪ نه هڻڻ:** ٽال مٽول ڪرڻ - آسري م رهائڻ.

**دل اُفتاده:** ص (ف) دلڪشستو - بيدليو.

**دل افروز:** ص (ف) دل کي روشن ڪندڙ.

**دل افگار:** ص (ف) غمگين - رنجيده - ملول.

**دلالُ:** ذ (ع) واپاروغيره م سودو ڪرائيندڙ. ڪٽڻ.

**دلالتَ:** ث (ع) علامت - اهڃاڻ. ثابتي. دليل.

**دلالت ڪرڻ:** دليل هجڻ - ثابتي هجڻ.

**دلالي:** ث. سؤدي ڪرائڻ جو محنتانو - پلاڻو - ڪميشن. ڪٽتيو - ڀڙوت.

**دلاورُ:** ص (ف) دل وارو - بهادر - سورهيه.

**دلاوري:** جرئت - دليري. سورهياڻي.

**دلائلَ:** ذ (ع) دليل جو جمع.

**دلباز:** ص. جرئت وارو - دلير. چالاڪ - هوشيار. بي شرم.

**دلبائي:** ص. دلبو ڏيندڙ - دغاباز - ٺڳ ٺڳي.

**دلبرُ:** ذ (ف) دل کسيندڙ. معشوق - پيارو.

**دلبري:** ث. دل کسڻ. محبت. آٿت. دلاسو.

**دل برداشته:** ص (ف) دل ٽٽهي ويل. نااميد. مايوس.

**دل بسته:** ص. عاشق - موهت. ڏکويل - رنجايل.

**دل بستگي:** ث (ف) دل لڳڻ. وندر.

**دلبندُ:** ص (ف) پيارو - محبوب.

**دلبڻ:** م. ٺڳڻ - فريب - دلبو ڏيڻ.

**دلبو:** ذ. ٺڳي - فريب. ويساهه گهاتي. ڦاسايل يا هيٺو پکي، جيڪو ٻين پکين کي ڦاسائڻ لاءِ مريءِ استعمال ڪندا آهن. ڊانديءِ پکي ڦاسائڻ لاءِ ککن مان نهيل پکي. ٻڙڪي شڪرتي هيرائڻ لاءِ ڪانءُ يا ڪڪڙ جي کيپن جو پکي.

**دلبو ڏيڻ:** لانچ ڏيئي دوکو ڏيڻ. لالچائي ڦاسائڻ.

**دل بهار:** ص (ف) دل کي فرحت ڏيندڙ.

**دل تنگ:** ص (ف) رنجيدو - ناخوش. ملول - مايوس. تعصبي. حسد. ڪنجوس. بخيل.

**دل تنگ ڪرڻ:** ڪنجوسائي ڪرڻ.

**دلپاڪ:** ذ. ڳچيءَ م پائڻ جو هڪ ڳهه (عام طرح هڪ قيمتي پٿر، جيڪو سوراخ ڪري ڳچيءَ م ٻڌجي).

**دلپذير:** ص (ف) دل کي وڻندڙ.

**دلپسند:** ص (ف) دل کي وڻندڙ. مرضيءَ موجب. خواهش مطابق.

**دل پيچ:** ذ. گل جو هڪ قسم.

**دلجاءِ:** ث. خاطري - پڪ - ويساهه. تسلي - دلاسو. همت - ٽيڪ. ڀرچتي.

**دلجاءِ ڪرڻ:** يقين ڄاڻڻ. ڀروسو ڪرڻ - اعتبار ڪرڻ.

**دل جليو:** ص. دل سڙيل. مظلوم.

**دل جُو:** ص. دل کي وڻندڙ. محبوب - پيارو.

**دل جو درياءُ:** ص. سخي - فياض. فراخدل.

**دل جو ڪارو:** ص. اندر جو کوٽو - نيت پليد - دغاباز.

**دلجوئي:** ث. دلداري - دلاسو - ڏڍ.

**دل جي ڪُنجي:** ذ. همراز - همدم - صلاحڪار.

**دل جمعي:** ث (ف) دلداري - تسلي. آٿت.

**دلچسپ:** ص (ف) دل کي وڻندڙ. خوبصورت. مزيدار.

**دلچسپي:** ث. شوق - چاهه.

**دلخراش:** ص (ف) دل کي ويڙيندڙ. دل کي تڪليف ڏيندڙ (واقعو).

**دلخواه:** ص. مرضيءَ موجب - پسنديءَ وارو - دلپسند.

**دلدارُ:** ص (ف) دل کي ڏڍ ڏيندڙ - آٿت ڏيندڙ. پيارو - محبوب.

**دلداري:** ث. ڏڍ - آٿت.

**دلداده:** ص (ف) عاشق.

**دُلدُل:** ذ (ع) حضرت نبي سڳوري کي سڪندريه جي حاڪم کان تحفي طور مليل خچر (ان جو رنگ سفيد هو). گهوڙي جي شڪل جو ڪاٺ يا ککن مان ٺهيل بوتو (جيڪو عاشورن م ڪڍن).

**دُلدل سُوار:** اسم خاص. حضرت علي ع جو لقب.

**دلدوزُ:** ص(ف) دل تي اثر ڪندڙ.

**دلڊير:** ث.دلاسو-ڏڍ-آٿت.

**دلرُبا:** ص(ف) دل ڪسيندڙ.معشوق-دلبر.

**دلرُبائي:** ث.دل کي ڇڪڻ.عشق-محبت.

**دل سازگي:** ث.خوشي-خورمي.

**دلستان:** ص.دل جو چور-معشوق.

**دل سوخته:** ص.دل سڙيل دل جليو.صدمو آيل دل.

**دلسوزُ:** ص(ف) دل کي سڙيندڙ.رُئاڙيندڙ.ڏکوئيندڙ.

**دلسوزي:** ث.دردمندي-غمخواري.

**دلشاد:** ص(ف) دل خوش ڪندڙ.خوش-سرهو.ماڻهو جو نالو.

**دلشڪست، دلشڪستو:** ص(ف) دل ڀڳل.بي همت.رنجيدو.
مايوس-نااميد.

**دلشڪني:** ث(ف) دل ڀڄڻ.نااميدي.

**دل شگفته:** ص.کليل دل وارو.خوشيءَ سان ڀريل دل.

**دل فروز:** ص.روشن دل وارو.

**دلفريب:** ص(ف) دل کي موهيندڙ.دلربا.دل هرکائيندڙ.سهڻو-حسين.

**دلفريبي:** ث.عاشقي.پريت-چاهت.

**دلفگار:** ص(ف) گهايل دل وارو.غمگين.

**دلفين:** ث(ع/انگ) هڪ قسم جي سامونڊي مڇي-بلهڻ-ڊالفين.

**دلقُ:** ذ(ع) ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيراڻو چولو.خرقو.گودڙي.

**دلق پوش:** ص.گودڙي ڍڪيندڙ.فقير-درويش.

**دلق جو ڏاڳو:** ذ.ڄاڳوٽو.

**دلڪش:** ص(ف) دل ڇڪيندڙ.سهڻو-حسين.

**دلڪُشا:** ص(ف) دل کي خوش ڪندڙ.

**دلڪُشائي:** ث(ف) خوشي.فرحت.

**دلڪشي:** ث(ف) دل کي ڇڪڻ.دل موهڻ.

**دل ڪولي:** ظ.بيڌڙڪ-بنا ڊپ ڊاءَ جي.

**دلگُداز:** ص(ف) دل کي نرم ڪندڙ.

**دلگير:** ص.اداس-اٻ ٿڪو-ملول.ڏکويل-مغموم.حيران-پريشان.

**دل گُهريو:** ص.مرضيءَ موجب.وڻندڙ-پسنديده.پيارو.

**دل لڳي:** ث.محبت.پريم-پيار.مسخري.

**دلنشين:** ص(ف) دل ۾ ويٺل.ياد.وڻندڙ-پسنديده.

**دلنگُ:** ص.وڏولڄ-بدمعاش.ڪاٺڪو.

**دلنواز:** ص(ف) دل کي ڏڍ ڏيندڙ.دوست-يار.

**دلنوازي:** ث.ڏڍ-دلاسو.مهرباني.نازنخرا.

**دَلو، دَلُو:** ذ(ع) ڏول.دلو.هڪ آسماني برج.

**دَلو:** ص.دلالي ڪندڙ-دلال.ڪُٽڻ-ڀڙوو.(ث.دلي).

**دلو:** ذ(ع:دلو) ٺڪر جو گهڙو.

**دلا ڀرڻ:** خدمت چاڪري ڪرڻ.

**دلي:** ث.ننڍو دلو-گهڙي.

**دَلوچو:** ص.گهڻو-جام.دلپسند (انعام).

**دلوراءِ:** اسم خاص.سنڌ جي هڪ ظالم حاڪم جو نالو.جنهن جا
آثار سيوهڻ کان موجود آهن.

**دلهير:** ص.غمگين-دلگير.

**دلئان:** ظ.دل تان-دل وٽان.

**دلئون دُور ڪرڻ:** وساري ڇڏڻ.

**دلي:** ص(ف) دل جو.دل وارو.جاني.(ث) ڀارت جو هڪ مشهور
شهر-دهلي.

**دلي دوست:** ذ.دل وارو دوست.پيارو دوست.

**دلي محبت:** ث.تمام گهڻي محبت.

**دَليادلي:** ظ.ظاهر ظهور-صاف صاف-پڌري پٽ-کليو کلايو.

**دَليخَم:** ص.دلشڪستو.ڪَڪ.بيزار.

**دليرُ:** ص(ف) وڏيءَ دل وارو.سورهيه-بهادر.نڊر چندڙ.

**دليراڻو:** ظ.دليريءَ وارو.بيباڪيءَ جرئت سان.

**دليري:** ث.سورهيائي-بهادري.

**دَليلَ:** ث.واڳ-مهار.اٺ جي نڪيليءَ ۾ ٻڌل ڪڙو.

**دَليلُ:** ص.رهبري ڪندڙ-سونهون.

**دَليلُ:** ذ(ع) حجت-بحث.ثابتي-شاهدي.خيال-گمان-وهم.

**دَليل بازي:** ث.بحث مباحثو.مقدمي ۾ واقعاتي ثابتي.حجت بازي.

**دَليل ڊوڙائڻ:** ويچار ڪرڻ.شڪ ڪرڻ.دماغ ۾ اچائي ڳالهه ويهي
وجڻ.بحث ڪرڻ.

**دليل قاطع:** ث.نبيرو ڪندڙ ثابتي-صاف ۽ آخري دليل.

**دليل ڪامل:** ث.مڪمل ثبوت.

**دَليلو:** ذ.اٺ جي هڪ سنج جو نالو (ٿلهي يا چڙهي وانگر ٿئي).
ڊانديڪيءَ جو هڪ قسم.

**دَمُ:** ذ(ع) رَتُ-لهو.

**دَموي:** ص.رت جي گهٽائي سبب ٿيل (مرض).

**رَت ڏسي رُمي هڻڻ:** حال سروهلڻ.

**رت روئڻ:** نهايت افسوس ڪرڻ.

**رت سُڪڻ:** ڊپ ۾ رت سُڪي وڃڻ.

**رَت ڪٽورو ڏيڻ:** جفاڪشي ڪرڻ- رت ولوڙڻ.

**رت ڦٽڻ:** ڪاوڙ چڙهڻ. جوش ۾ اچڻ.

**رَت ۾ رولو پوڻ:** گهر ۾ دشمني ٿيڻ. پنهنجن ۾ نفاق ٿيڻ.

**رَت ولوڙڻ:** سخت جفاڪشي ڪرڻ. ڪشالو ڪڍڻ.

**رتُ وَهائڻ:** قتل ڪرڻ. خونريزي ڪرڻ.

**رَت هَڏ هُجڻ:** ويجهي عزازت هئڻ.

**رُت:** ث (سن) موسم- مُند. وقت.

**رُت بدلجڻ:** موسم ۾ ڦيرو اچڻ. آبهوا بدلجڻ.

**رَتاڻ:** ث. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم- ڳاڙهي ڪاني.

**رتالُو:** ذ. پاڃيءَ جو هڪ قسم.

**رَتاڻ:** ذ. ڳاڙهي رنگ جو صندل جو ڪاٺ. هڪ قسم جو ڳاڙهو پٿر.

**رَتائو:** ص. رت جي رنگ وارو- ڳاڙهو.

**رَتَب، رَتبو:** ذ. ڊانديپکيءَ جو هڪ قسم.

**رُتبو:** ذ (ع) عهدو- درجو. مرتبو. عزت.

**رُتبو ملڻ:** وڏي درجي تي رسڻ. گهڻي عزت ۽ پذيرائي ٿيڻ.

**رَت پتُ، رَت پُونءِ، رَت سَتُ:** ذ. سگهه ۽ صحت- تندرسي ۽ طاقت.

**رت پُونءِ جو پورهيو:** ذ. حق حلال جي ڪمائي.

**رت ڇاڻ:** ث. خونريزي- قتل عام.

**رَتڙي:** ث. تني- ڦهي. جُوئَرَ جو هڪ قسم- ڳاڙهي جوئر.

**رَتڙيا:** ذ. چانورن جي هڪ جنس.

**رَت سَت:** ذ. تندرستي ۽ طاقت- سگهه ۽ صحتمندي.

**رَت سَت ڏيڻ:** سموري زندگي خدمت ڪرڻ- سڀ ڪجهه ڏيئي ڇڏڻ.

**رَتَلُ، رَتو:** ص. ڳاڙهو- لال. پڃي ويل (ميوو). رڱيل. رچي ويل (الاهي عشق ۾).

**رَتَنُ:** ذ (سن) هيرو- جوهر (نَون قسمن جو ٿئي: لعل، الماس، ياقوت، زمرد، نيلم، پکراج، لاجورد، موتي، مرجان).

**رَتن مالا:** ث. هيرن جو هار.

**رتن جوت:** ذ. پسار ڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو.

**رَتڻ:** م. رڱڻ- ڳاڙهو ڪرڻ.

**رُتو جُتو:** ص. ڪم ۾ جُنبيل- مشغول- رُڌل.

**رتوڇاڻ:** ث. رَت ڇاڻ- خونريزي.

**رَتو رَتُ:** ص. رت ۾ ٻڏل. سخت زخمي.

**رَتو راس ٿيڻ:** سهڻيءَ ڪارگرشيءَ نهي تيار ٿيڻ.

**رَت وَرنو:** ص. ڳاڙهو- رتو- ريٽو.

**رَتِي:** ث. رَتُ. سرخي- ڳاڙهاڻ (رت جي). رونق (مُنهن جي). طاقت- سگهه. خوشي. ماسي جو انون حصو (جيڪو سونارا عموماً چڻونيءَ سان توريندا آهن). چڻوني- رَتڙي. ڪنڌ وغيره جي پوک ۾ لڳل مرض ۽ جيت.

**رتيءَ رات:** ث. رات جو پڇاڙيءَ وارو تمام ٿورو حصو.

**رتيءَ جي رهاڻ:** ث. محبت جو ميلاپ.

**رَتيءَ ماتر:** ذ. تمام ٿورو- رتيءَ جيترو- ذرڙو.

**رَتيءَ وارو:** ص. سگهارو- پهلوان. تندرست.

**رَٿُ:** ذ. قديم دور جي ٻن ڦيٿن واري هڪ گاڏي.

**رِٿَ:** ث. تجويز. پَهُ. صلاح. اٽڪل- منصوبو.

**رِٿَ رِٿڻ:** سِٽَ سِٽڻ. تجويز ڪرڻ.

**رِٿ رايو:** ذ. نقطئه نظر- نظريو- اظهارِ خيال.

**رِٿا:** ث. رِٿَ- سٽاءَ.

**رِٿَڻُ:** م. رِٿ ڪرڻ- تجويز ڪرڻ- منصوبو ناهڻ. پَهه ڪرڻ- ارادو ڪرڻ.

**رَٿُ:** ذ. سخت- ڏاڍو- تاٺ.

**رَٿ ٿيڻ:** پچڻ- چڪجڻ.

**رِٽ:** ث (انگ) عدالتي حڪمنامو.

**رِٽائرڊ:** ص (انگ) ملازمت جو مدو ختم ٿيل شخص. گوشه نشين.

**رَٽ پَٽ:** ظ. هيٺ مٿي- ڪٽ ٻٽ. سُڄ.

**رٽرننگ آفيسر:** ذ (انگ) چونڊن (اليڪشن) ۾ پولنگ اسٽيشن جو سربراه.

**رَٽ مُٽ:** ص. بيفائدو- اجايو.

**رُٺلُ:** ص. رنج- ڪاوڙيل- ناراض.

**رُٺل روحُ:** ص. رُک منهون. پوريءَ طرح مُنهن نه ڏيندڙ. هرو ڀرو ڪاوڙيل.

**رُٺ مُنهون:** ص. ناراض- ڪاوڙيل. مُنهن سوڄل.

**رُٺو:** ص. رُسيل- ڪاوڙيل. ڏکويل.

**رُٺا پرچائڻ:** ٻن ڌرين وچ ۾ رنجش ختم ڪرائڻ.

**رِپَ:** ث (سن) مصيبت- آفت. وڏو ڳرو بارُ. دشمن- ويري.

**رَپَڙُ:** ذ. سُڄيل ماس جو ڳوڙهو. ڳَڙ. وَڍُ. دڙٻُ. چٽو. سخت ڳتيل زمين.

**رُپو:** ذ.چاندي.چاندي ءَمان ٺهيل سڪو.

**رَپورٽ:** ث (انگ) اطلاع- خبر. چاڻ. صورتحال جو لکت ۾ اطلاع- جائزو.

**رَپورٽر:** ص.اطلاع ڏيندڙ.لکت ۾ خبرون پهچائيندڙ- نامہ نگار.

**رُپيو، رُوپيو:** ذ. چانديءَ جو هڪ سڪو. هڪ سئو پئسن جي قيمت وارو سڪو يا نوٽ.روڪڙ رقم.

**رُپيو مَٽائڻ:** رُپئي جو ريزو وٺڻ- رُپيو کُليو ڪرائڻ.

**رُپيو پئسو:** ذ.روڪڙ ناڻو- دولت.

**رَڄُ:** ذ.گُل جي بُونگر.گُل جي وچ ۾ اُٿي جهڙو مادو.

**رَجا:** ث(ع) اميد- آس.دعا.خوشي.

**رُجات:** ث.لاڙو.مقبوليت.فيض.اعتقاد.

**رَجائيَت:** ث.اميد واري حالت- اميد.

**رِجالُ:** ذ(ع: "رَجل" جو جمع) ماڻهو- لوڪ.

**رِجالُ الغَيبُ:** ذ.غيبي انسان.

**رِجائڻُ:** م. پگهارڻ- وِگهارڻ. ڳارڻ (ڌاتو وغيره). ريج ڪرڻ (زمين ۾).

**رَجبُ:** ذ(ع) هجري ءَسال جو ستون مهينو.

**رَجبُوتُ، رَجپُوت:** ذ.راجپُوت.

**رَجبِي:** ث.رجب واري عيد- معراج رات واري عيد.

**رُجحانُ:** ذ(ع) لاڙو- توجهہ- ميلانُ.

**رَجَزُ:** ذ(ع) اُهو شعر جيڪو عرب لڙائيءَ ۾ بهادري تي فخر ڪرڻ لاءِ چوندا هئا.علم عروض جو هڪ بحر.

**رِجسٽَرُ:** ذ(انگ) داخلا جو ڪتاب- دفتر.

**رِجسٽرار:** ذ (انگ) رجسٽر ۾ داخلا ڪندڙ. يونيورسٽيءَ جو رڪارڊ سنڀاليندڙ اعليٰ عهديدار.

**رِجسٽَرڊ:** ص.داخلا ٿيل (سرڪاري طور تي).

**رِجسٽري:** ث.رجسٽرڊ ٿيل ٽپال.

**رَجعات:** ث (ع) لاڙو. عقيدي جو لاڙو. مقبوليت (درويشي يا بزرگيءَ جي).

**رَجعَت:** ث(ع) واپسي.موٽَ.

**رجعت پسند:** ص.پراڻن خيالن وارو- قدامت پسند.

**رَجَلُ:** ذ(ع) مرد- ماڻهو.

**رَجمر:** ذ(ع) پٿرن سان مارڻ- سنگساري.

**رَجمينٽ:** ث(انگ) پيدل سپاهين جو دستو- پلٽڻ.

**رَجنِي:** ث.رات- ليل- شب.

**رِجَڻُ:** م.ڳرڻ- وِگهرڻ (ڌاتو وغيره).

**رَجواڙو:** ذ.راجا جو ملڪ- رياست.

**رُجُوعُ:** ث(ع) واپسي- موٽ.لاڙو.رغبت.حاضري (عدالت ۾).

**رُجوع ڪرڻ:** حاضر ڪرڻ- پيش ڪرڻ.چالان ڪرڻ (عدالت ۾).

**رَجيمر:** ص(ع) ذليل- ذڪاريل- مردود.سرڪش- مغرور.شيطان.

**رَڄُ:** ص.ڍاول.خوش.آسودو.

**رَڄُ ڪرڻ:** ڍؤ ڪرڻ.پيٽ پري ڪائڻ.

**رَڄ چگو مڙس:** پلو ماڻهو- نيڪ ءِ اشراف ماڻهو.

**رَڄ ڪَڄ:** ذ.ڍؤ.خوشي.

**رَڄڻُ:** م.ڍؤ ڪرڻ.پرڻ (پيٽ).ڪائي پرجڻ.آسودو ٿيڻ.

**راڄواڙِي:** ص.بدپيشہ عورت- زاني.

**رَجَهہ:** ث.باهہ تي پچڻ جي حالت.باهہ- جيرو.گُهٽ- رڳهہ.

**رُجَهہ:** ث.سو جهرو- سنهانو.چمڪاٽ.

**رَجَهڻُ:** م. رڌجڻ (ڪاڌو). باهہ تي پچڻ. گرمي يا ڪاڙهي ۾ پچڻ. ڪامڻ (اندر ۾).

**رَجَهڻُ:** ذ.اُبس- رڳهہ- گرمي- ساڙو.

**رُجَهڻُ:** م. رڌجڻ- رڌل رهڻ. جوتجڻ. ٽوپيل ڪن يا نڪ جي سوراخن جو پُورجي وڃڻ.

**رُڃَ:** ث. بيابان ۾ اُس تي نظر ايندڙ ڪُوڙو ڏيک- سراب. بيابان- سُڃ.

**رَڃَ:** ذ.روبي ڳهہ تي چڙهيل سونو پاڻي- مُلمعو.

**رُڃَ:** ث.خواهش- لاڙو.حُبَ.اُڪير.مرضي.سَڌَ.

**رَڃائڻُ:** م. رڳَ ۾ ٻوڙو ڏيارڻ. ڳاڙهو ڪرڻ. چوپڙ راند ۾ ڳوٽ چيلي ۾ اُماڻڻ.

**رُڃائڻ:** م.راضي ڪرڻ.وڻائڻ.

**رَچنا:** ث(سن) ناهپ- بناوت- خلقت.

**رَچَڻُ:** م.رنگ ۾ رڱجڻ.واسجڻ.اثر ٿيڻ (رنگ جو).رچي لال ٿيڻ. الاهي محبت ۾ محو ٿيڻ. رِٿڻ- سِٽڻ. بڻڻ (خاڪو). ٺهڻ- تيار ٿيڻ.

**رَچِي مَچِي وڃڻ:** هم خيال ٿي وڃڻ.ٺهي وڃڻ.

**رُچَڻُ:** م. سُهائڻ- پسند پوڻ- دل کي وڻڻ. موافق اچڻ. خوش ٿيڻ.رنگجڻ.

**رُچِي:** ث.رجحان- لاڙو.جبلت.

**رَچِيندڙ:** ص.رچنا ڪندڙ- ناهيندڙ- جوڙيندڙ.خلقيندڙ- اُپائيندڙ.

**رَڄَ:** ذ.ڪور ڪي ڪم جو هڪ اوزار.ٽانءُ.ٺڪَر جو ڪوبہ ٽانءُ.

مڇي جهلڻ جو ڄار.

**رَڄ پَرڻ:** سڄي ڌاڄيءَ جي تندن ۾ سُٽ جا ڪَڙا وجهڻ. ڪانئي پيٽ پرڻ. ڪوڙو ڪم ڪرڻ. (طنزاً) ڀوتو ڀارڻ.

**رَڄ نہ ڌُهڻ:** بيپرواهيءَ سان هلڻ. خراب يا بڇڙو ڪم ڪرڻ.

**رَڄ ويهارڻ:** ڌاڄيءَ کي ڪَڙن ۾ وجهڻ کان پوءِ پيڪوڙي سوگهو ڪرڻ.

**رِڄُ:** ذ. هڪ قسم جو جانور.

**رَڄ پولو ٿيڻ:** آپي مان نڪرڻ- خوار خراب ٿيڻ.

**رَڄ ڪُڏائڻُ:** لُچائي ڪرڻ. نئون ڪم شروع ڪرڻ. پنهنجي مطلب جي ڳالهہ ڪرڻ.

**رَڇي:** ث. اهارِ ڏِيا ڳهيتو جيڪو ٻارهن مهينن بعد اَنَ ڏئي.

**رَحہ:** ذ (ع) "رحمة الله عليہ" جو مخفف.

**رَحل:** ث (ع) ڪانيءَ مان ٺهيل خاص قسم جي تختي، جنهن تي قرآن شريف رکي پڙهجي.

**رِحلت:** ث (ع) روانگي- ڪُوچ. انتقال- موت- لاڏاڻو.

**رحلت ڪرڻ:** وفات ڪرڻ- لاڏاڻو ڪرڻ.

**رَحمُ:** ذ (ع) ترس- قياس- ڪهل. ٻاجھ- مِهرَ. (ع. رِحمْ) ڪُڙھ- بچيداني.

**رَحم کائڻ:** رحم ڪرڻ- قياس ڪرڻ.

**رَحم ڪَرم:** ذ. عنايت ۽ فضل. ٻاجھ ۽ مهرباني.

**رَحم ڪَم تي هجڻ:** بلڪل بيوس ۽ مجبور هئڻ- ڪنهن جي چنبي ۾ هئڻ.

**رَحمانُ:** ذ (ع) رحم ڪندڙ- ٻاجهارو. مهربان. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رَحماني:** ص. خدائي- اِلاهي.

**رَحمائي:** ص. رحيم وارو. رحيم.

**رَحمَتَ:** ث (ع) مِهرَ- ٻاجھ- فضل- ڪرم.

**رحمت وَسڻ:** خدا جي ٻاجھ ٿيڻ. برسات پوڻ.

**رحمَة اللعالَمين:** ذ. سڀني جهانن لاءِ رحمت. نبي سڳوري جو هڪ لقب.

**رحمة الله عليہ:** جملو. شال انهيءَ تي الله تعاليٰ جي ٻاجھ هجي.

**رَحمدل:** ص (ف) قياس ڪندڙ- ٻاجهارو- مهربان.

**رَحمدلي:** ث. قياس- ٻاجھ- ديا.

**رَحمي:** ص. رحمدل. ٻاجهارو. قياسي.

**رَحيمُ:** ذ (ع) نهايت مهربان. رحم ڪندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رَحيل:** ص. اُسهندڙ- ڪوچ ڪندڙ. قافلي جو اڳوان- سرواڻ.

**رُخُ:** ذ (ف) مُنهن- چهرو- شڪل- صورت. ڏِس- طرف. پاسو. ڌيان- توجهہ. نمونو- ڍول- ڍنگ.

**رُخ بدلائڻ:** مُنهن مَٽڻ. طرف بدلائڻ. بي مروتي ڪرڻ.

**رُخ تي چڙهڻ:** مُنهن سامهون ٿيڻ- گڏجڻ- ملڻ.

**رُخ رکڻ:** مُنهن ڪرڻ. روانو ٿيڻ.

**رخ ڪرڻ:** ڌيان ڏيڻ- توجهہ ڏيڻ. مائل ٿيڻ- لاڙو رکڻ.

**رَخت:** ذ (ف) ڪپڙا لٽا. اسباب- سامان. اثاثو.

**رَختِ سفر:** ذ. مسافريءَ جو سامان.

**رَختو:** ذ (ف: ريختہ) ڪپڙي جو هڪ قسم.

**رُخسارُ:** ذ (ف) ڳل.

**رَخشُ:** ذ (ف) چمڪو- روشني. رونق. تجمل.

**رَخشان:** ص (ف) چمڪندڙ- روشن- مُنور.

**رُخصَت:** ث (ع) موڪل. ڇُوٽي. اجازت. مهلت. موڪلائي.

**رُخصتِ اتفاقي:** ث. ريز ڪي موڪل.

**رُخصت ڪرڻ:** روانو ڪرڻ. برطرف ڪرڻ.

**رُخصت وٺڻ:** اجازت وٺڻ- موڪل وٺڻ. روانو ٿيڻ.

**رُخصَتي:** ث (ع) ڪُنوار جي (شاديءَ بعد) روانگي- نِڪيتي.

**رُخنو:** ذ (ف: رخنہ) اٽڪاءُ- خلل. فتنو.

**رُخنو وجهڻ:** خلل وجهڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**رُخنہ اندازي:** ث. اٽڪاءُ- پيچڪڙي. رنڊڪ.

**رُخو:** ذ (ف) شطرنج جي هڪ ڳوٽ- فيل- هاٿي.

**رَدُ:** ذ (ع) آڏو جواب. ترديد. ٽوڙ. روڪ. (ص) بيڪار- ردي. منسوخ. ناقبول- نامنظور.

**رد ڪرڻ:** نامنظور ڪرڻ- منسوخ ڪرڻ. انڪار ڪرڻ. جواب ڏيڻ.

**رِدا:** ث (ع) چادر- اوڍڻي- پوتي.

**رِدائڻ:** م. ڏک ڳسائڻ- ڳوهي ڏيئي پاڻ بچائڻ.

**رَدِ باطل:** ذ (ع) سچ- حق.

**رَدبدل:** (ع) ڦيرگهير. مٽاسٽا.

**رَدراسُ:** ذ. ڳٽونيءَ جا داڻا (پسار ڪووڪر).

**رَدعمل:** ذ. جوابي ڪارروائي- اثر.

**رَد قد:** ذ (ع: ردقدح) بحث مباحثو- دليل بازي. زباني تڪرار. بحث- تڪرار.

**رد قد ڏيڻ:** بحث مباحثو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**رِدو:** ذ. دل- قلب. پِتو. مغز- ڳِپ. (ص) بهادري.

**رَدِي:** ص (ع) ناقص- بيڪار. خراب- نڪمو. اُچلايل. (ث) بيڪار ڪاغذ.

**رَدِيف:** ذ (ع) گهوڙي يا اُٺ تي پٺيان چڙهندڙ. علم عروض ۾ قافيي کان پوءِ پيو ساڳيو لفظ جيڪو ورائي ورائي آڻجي.

**رديف وار:** ظ. الفابيٽ جي ترتيب سان.

**رَڏ:** ث. ڪاٺ جي لاءِ ديڳين ۾ رڌپچاءُ.

**رَڏ پَچاءُ:** ث. رڌڻ پچائڻ جو ڪم- سانجهه.

**رِڏ:** ث. واڌ- گهڻائي. سرسي. ڌن- ڌنو. سُکر.

**رِڏ سڌ:** ث. ڌن دولت- مال اسباب. سک سانتي.

**رُڏائڻ:** م. ڪم ۾ لڳائڻ- رُنڀائڻ.

**رَڏَلُ:** ص. رڌ جي تيار ٿيل. گهڻو پڪل (ميوو).

**رُڏَلُ:** ص. ڪم ۾ مشغول. مصروف.

**رَڏَڻُ:** م. ڪاڌو باهه تي پچائڻ.

**رَڏڻو:** ذ. بورچيخانو- رڌڻو.

**رَڏوپڪو:** ذ. تيار ٿيل ڪاڌو. تيار ٿيل.

**رَڏي پَڪي:** ث. رڌپچاءُ جو ڪم- سانجهه.

**رَڏو رکيو هئڻ:** سڀ ڪجهه مفت ملڻ.

**رَڏي کي رَڏڻ:** ورجائڻ- هر هر چوڻ.

**رَڏُ:** ذ. ضد- تسو. هوڏ.

**رَڏ ڪَڏ:** ص. تنر- ضدي. آهنر.

**رَڏُ ڪُڏائڻ:** هوڏ ٻڌڻ. ضد ڪرڻ.

**رَڏ ڪُڏائي:** ث. خوامخواهه جو جهيڙو. اجائي هوڏ.

**رِڏُ:** ص. ڪچو- اڻپڪل. بي اولاد. مشڪل- ڏکيو.

**رِڏ پِيڙڻ:** اڻ ٿيڻي ڳالهه ڪرڻ.

**رَڏُ:** ص. بيڪار. بچڙو. بد شڪل. گدلو. بِنهه ڪارو ۽ گدلو.

**رُڏ ڪرڻ:** ڪائي چٽ ڪرڻ. هضم ڪرڻ. تباهه ڪرڻ- ناس ڪرڻ.

**رُڏو:** ذ. هٿن کان معذور- لُولهو.

**رَڏو ڪَڏو:** ذ. غيرت- مڙسي- همت.

**رَڏِي:** ث. ضد. گهڻي. ڦڏو. هوڏ. ڏنگائي.

**رَڏِي ڪرڻ:** ضد ڪرڻ. گوهي ڪرڻ. اَڙي ڪرڻ.

**رِڍ:** ث. مشهور گهرو جانور- گهيٽي. (ص) مسڪين. ويچارو. بي پهچ.

**رِڍ جي پُڇ ۾ چنبڙڻ:** ڪمزور ۽ بيوقوف ماڻهوءَ تي ڀروسو ڪرڻ.

**رِڍن اڳيان رباب وڄائڻ:** بيپرواهه ماڻهو اڳيان منٿون ڪرڻ. بيوقوف کي سمجهائڻ.

**رَذالَتَ:** ث (ع) ڪميڻپ. بچڙائي.

**رَذِيل:** ص (ع) ڪميڻو- ڪريل- ذليل. نيچ.

**رَڙِ:** ث. ريهه- ڪيهه- چيخ. دانهن- واڪو.

**رڙ ڪرڻ:** وڏي دانهن ڪرڻ.

**رڙ نڪرڻ:** ڀذاءُ يا ڏک سبب دانهن نڪرڻ. عجب مان دانهن نڪرڻ. تمام گهڻو افسوس ٿيڻ.

**رَڙائِڻُ:** م. دانهون ڪرائڻ. واڪ ڪرائڻ. روئاڙڻ (ٻار کي). ڪڪ ڪرڻ- ستائڻ. رُلائڻ.

**رَڙڪاٽُ:** ذ. ڏندن سان سخت شيءِ ڪُرٽڻ جو آواز. گوڙ گهمسان- هُل.

**رَڙڪَڻُ:** م. ڪ سخت شيءِ ڪُرٽي کائڻ. ڪُرٽڻ- کائي وڃڻ. ڦٻائڻ.

**رَڙڪُو:** ص. کائي ويندڙ. هبچي- لالچي. رشوتخور.

**رَڙڪو:** ذ. رڙ- دانهن. هوڪو- هڪل. گوڙ. ڏمچر.

**رَڙَڻُ:** م. رڙيون ڪرڻ- دانهون ڪرڻ. واڪا ڪرڻ. روئڻ (ٻار جو). ٻاڏائڻ- ليلائڻ. ٻاڪارڻ.

**رَڙو:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم- ڪڳو. مڱن يا مٽرن جو سخت داڻو.

**رَڙو رَڙ:** ث. دانهن ڪوڪ. هُل هنگامو.

**رَڙهاٽُ، رَڙاٽُ:** ذ. وڏي رڙ- دانهن.

**رِڙهڻُ:** م. سرڻ- کسڪڻ- چُرڻ. ٿورو اڳتي ٿيڻ. آهستي هلڻ ريڙهيون پائڻ (ٻار جو).

**رَڙهِي:** ث. اِٽَ- اَڙي- رَڏي.

**رَڙِي:** ث. ڪڻڪ جو هڪ قسم (داڻو سخت. ننڍو ۽ ڳاڙهو ٿئي).

**رَڙِي:** اسم خاص. ضلعي ٺٽي ۾ جاتيءَ لڳ هڪ آڳاٽي (ڦٽل) شهر جو نالو.

**رَزاقُ:** ص (ع) وڏو رزق ڏيندڙ- پالڻهار. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رَزاقِي:** ث. روزي ڏيڻ جي صفت.

**رِزقُ:** ذ (ع) روزي- چُوڻو- کاڌو. داڻو پاڻي.

**رَزالو:** ذ. ذليل- ڪميڻو- رذيل- بد چال.

**رِزَلٽَ:** ث (انگ) نتيجو (امتحان جو. ڪنهن ڪيل ڪم جو).

**رَزمِ:** ث (ف) لڙائي- جنگ- معرڪو.

**رَزمگاهه:** ث. لڙائيءَ جو ميدان- جنگ جو ميدان.

**رَزمگوئِي:** ث. جنگي شعر- رزميه نظم.

**رَزمِ و بَزمِ:** ث. جنگ جي ميدان ۾ عيش و عشرت.

**رَزمِي:** ص. جنگ جو- جنگ وارو- جنگي.

**رَزميه نظم:** ذ. لڙاين جي بيان وارو شعر.

**رَسِ:** ث. ٿلهو رسو- نوڙ- واجهه.

**رَس:** ص (ف) رسندڙ- پهچندڙ (مرڪبن جي صفاتي پڇاڙي. مثلاً: دادرس وغيره).

**رَسُ:** ذ (سن) ٻوٽن جو پاڻي. ميون جو پاڻي. ڪمند جو پاڻي. شورو- رَهو (ٻوڙ جو). سَتُ- جوهر. آواز جو ميناج. لذت- سواد. محبت- قرب. صلح.

**رَسُ ٻيهارڻ:** راڳ ۾ اثر پيدا ڪرڻ.

**رَس ڀريو:** ص. رس وارو- سُريلو- مٺو.

**رَس رَساوت ڪرڻ:** راضي ڪرڻ. رشوت ڏيڻ. رسائي ڪرڻ.

**رَسُ رِهاڻ:** ٺ. قرباٺي ڪچهري. ڳجهڙيون ڳالهيون.

**رَسُ رهائڻ:** قرب سان هلڻ. صلح قائم رکڻ.

**رَس لڳڻ:** راڳ جو اثر ٿيڻ.

**رَس ڪرڻ:** پاڻ ۾ صلح ڪرڻ. پريت ڪرڻ.

**رَسُ هارڻ:** بيمار ٿيڻ- اگهو ٿيڻ.

**رَساڪارِي:** ٺ. رَسائي- پُهچ- پُڄندِي.

**رَسالُ:** ص. رس وارو- ذائقي دار.

**رِسالَت:** ٺ (ع) پيغمبري.

**رسالت پناه، رسالت مآب:** ذ. نبي سڳورو- پيغمبر.

**رِسالدار:** ص. سئو سوارن جي دستي (رسالي) جو آفيسر.

**رِسالو:** ذ (ع: رسالہ) ننڍو ڪتاب. ڪلام جو ڪتاب. مختلف موضوعن تي مضمونن جو مجموعو- مخزن. شاه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جو مجموعو. سئو گهوڙي سوارن جو دستو.

**رُسامو:** ذ. ناراضگي- رنجيدگي. ڪاوڙ.

**رَساوَل:** ٺ. ڪمند جي رس مان نهيل رٻڙي يا مائو.

**رَسائِل:** ذ (ع) "رسالہ" جو جمع- رسالا.

**رَسائِڻُ:** م (ف: رسانيده) پهچائڻ- پُڄائڻ. توڙ ڪرڻ. راس ڪرڻ. پورو ڪرڻ (ڪم). ڪيميا جو عمل.

**رَسائڻ گهر:** ذ. ڪيميائي تجربيگاه- ليبارٽري.

**رَسائڻ وِديا:** ٺ. عمل ڪيميا- ڪيمسٽري.

**رُسائڻُ:** م. ناراض ڪرڻ. رنجائڻ. ڪاوڙائڻ.

**رَسائِي:** ٺ (ف) پهچ- پُڄت. رسوخ. گشتي عملدار جي منزل جو انتظام (رهائش ۽ کاڌو).

**رَسائِي ٿيڻ:** پُڄت ٿيڻ. انتظام ٿيڻ.

**رَسيرِي:** ٺ. هڪ قسم جو خوشذائقہ ۽ رس وارو ميوو- رَس ٻيرِي.

**رَستگارِي:** ٺ (ف) آزادي- ڇوٽڪارو- رهائي.

**رُستم:** ذ (ف) هڪ ناميارو ايراني پهلوان. (ص) پهلوان- سورهيہ.

**رُستماڻِي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**رُستمِي:** ٺ. بهادري- شجاعت. همت- طاقت. ڏاڍمڙسي.

**رَستو:** ذ (ف: راستہ) واٽ- سڙڪ- راه. رسم- رواج. قاعدو. ڍنگ- طريقو. اڄ وڃ جا تعلقات.

**رستو ڏِسڻ:** انتظار ڪرڻ- واٽ ڏسڻ.

**رستو ڪڍڻ:** طريقو ڪڍڻ- راه ڪڍڻ. حيلو ڳولڻ.

**رستو ماپڻ:** اندازو لڳائڻ. ڏسڻ- سُجهڻ.

**رستو وِٺائڻ:** روانو ڪرڻ. جواب ڏيڻ. انڪار ڪرڻ.

**رستو وَهڻ:** رستي تي تمام گهڻي آمدرفت هئڻ.

**رستي تي (سان) لائڻ:** سڌي واٽ تي آڻڻ. ڪنهن ڪم ۾ لڳائڻ.

**رَسَجَڻُ:** م. رَسڻ- پهچڻ. راس ٿيڻ. پچڻ (ميوو).

**رَسَدُ:** ذ (ف) پهتل شيءِ. آمدني. کاڌ خوراڪ- راشن. قافلي سان گڏ کاڌي جو ذخيرو. سيڌو سامان (فوج لاءِ).

**رسد رسائڻ:** راشن پهچائڻ. رسائي ڪرڻ.

**رِسڪ:** ذ (انگ) جوکم- خطري وارو ڪم.

**رَسڪَپُور:** ذ (سن) پسارڪي وکر جو هڪ قسم- پاري جو جلاب.

**رِسڪَڻُ:** م. رڙهڻ- سرڻ.

**رِسڪو:** ذ. ريڙهو- گسڪو- ڏِڪو.

**رَسمَ:** ٺ (ع) دستور- رواج- ريت. هلي چلي. ڍنگ- طريقو. عادت- روش.

**رَسم رواج:** ذ. طور طريقو- هلي چلي.

**رَسمُ الخطَ:** ذ (ع) لکڻ جو طريقو- ٻوليءَ جي لپي. تحرير- لکتي

**رَسمي:** ص. رواجي- دستوري- عام مروج.

**رَسنا:** ٺ. (سن) ڳالهہ ٻولہ. ميٺ محبت. شوروو. رس. ذائقو- سواد.

**رسنائون وٺڻ:** سواد وٺڻ. مزا وٺڻ. ڪنهن کي خوش ڪرڻ.

**رَسَڻُ:** م (ف: رسيدن) پهچڻ- پڄڻ. سَهڙڻ. راس ٿيڻ. تيار ٿيڻ. پچڻ (ميوو).

**رَسڻ وَسڻ:** موجود هجڻ- حاضر ناظر هجڻ.

**رُسَڻُ:** م. ناراض ٿيڻ- ڪاوڙجڻ. رسامو ٿيڻ. رنج ٿيڻ.

**رُسنو:** ص. چيڙاڪ. زودرنج. رنج تي رُسي ويندڙ.

**رَسو:** ذ. نوڙ. واڄهہ.

**رَسو ڀڃڻ:** رسو وٺڻ- نوڙ ناهڻ. ڳالهہ کي ڳنڍ ڏيڻ.

**رسو ڍگهو ٿيڻ:** مهلت ملڻ.

**رسي مان وَٽ نہ نڪرڻ:** غرور ختم نہ ٿيڻ. منجهيل معاملو نہ سلجهڻ.

**رُسوا:** ص(ف) خوار- بدنام.

**رُسوائِي:** ث.خواري- بدنامي.

**رُسُوخ:** ذ(ع) پهچ- پڄندي.اثر.هَلندي.پڪائي- مضبوطي.

**رَسوڙو:** ذ.رڌڻو- بورچيخانو.

**رَسوَل:** ث.هڪ قسم جو پسار ڪووکر.

**رَسُولُ:** ذ(ع) خدا جي طرفان پيغام ڪڻي ايندڙ نبي سڳورو- پيغمبر.

**رُسُوم:** ث(ع) 'رسم' جو جمع- رسمون.

**رَسوئِي:** ث.کاڌو- طعام.رڌڻو.

**رَسويو:** ص.بورچي- راڌائو.

**رَسِي:** ث.مُچ.ڦِيِش.سڻ وغيره مان ٺهيل نوڙي.

**رَسِي جَهلو ٿيڻ:** حامي ٿيڻ.ٻنهي پاسي ٿيڻ.

**رَسِي ڇِنائڻ:** ڀڄي وڃڻ.آزاد ٿيڻ.

**رَسِي ڇِڄڻ:** نجات ملڻ.واسطو ٽٽڻ.ڇڙواڳ ٿيڻ.ٻاگ ڀڙائڻ.

**رَسِي ڍِري ڪرڻ:** مهلت ڏيڻ.ڇوٽ ڇڏڻ.واسطا توڙڻ.

**رَسِيون وَٽڻ:** بيفائدو ڪم ڪرڻ.واندو ويهڻ.

**رَسِيدَ:** ث(ف:'رسيده') پهچ (لکت ۾).وصوليءَ جي چٺي.

**رَسِيدَه:** ص(ف) پهتل- رسيل.

**رَسِيلو:** ص.رس وارو (ميوو).

**رَسِيلا رنگ:** چٽ روشن رنگ.

**رِسِيوَر:** ذ (انگ) ٽيليفون جو هينڊل (جنهن مان آواز ٻڌجي).
ڪنهن جائيداد جو سرڪاري نگران.

**رَشِ:** ث(انگ) ماڻهن جي گهڻ.هجوم.

**رُش:** ذ(ع) چٽڪار- چندو.

**رِشتو:** ذ(ف) مائٽي- عزازت.سڳوتي.تعلق- ڳانڍاپو.ناتو.

**رِشتو ناتو:** ذ.مٽي مائٽي.

**رِشتيدارُ:** ص.مائٽ- عزيز.

**رِشتيداري:** ث.مائٽي- عزازت.

**رُشت پُشت:** ص.ٿلهو متارو- ڏٿو مٺو.

**رُشدُ:** ذ(ع) سڌو رستو.هدايت.سچائي.

**رَشڪ:** ذ(ف) ريس- حسد- سڙ.

**رَشڪ انگيز:** ص.ريس ڏياريندڙ.پڙڪ نيندڙ.

**رَشڪ پَرِي:** ص.حورن پَرين کي ريس ڏياريندڙ- تمام سهڻو.

**رَشڪو:** ذ.گاهه جو هڪ قسم.رڪشاگ ڏي- رڪشو.

**رُشوا:** ث.رشوت.

**رُشوَتَ:** ث (ع: رِشوة) ڪنهن ڪم جي ڪلاءَ لاءِ ناجائز طور
ورتل رقم.ناجائز ڪمائي- وَڍي.

**رُشوتخور:** ص.رشوت کائيندڙ.

**رُشوتخوري:** ث.رشوت کائڻ- حرامخوري.

**رُشوت سِتانِي:** ث.رشوت خوري.

**رُشوتِي:** ص.رشوت وٺندڙ- راشي.

**رِشي:** ذ (سن) (هندن ۾) پوتر منتر چوندڙ يا ڳائيندڙ.مهاپُرش.

**رِشي مُني:** هندن جا روحاني رهبر.

**رَشِيد:** ص(ع) هدايت ورتل.نيڪوڪار.

**رَصَدگاه:** ذ (ع: رصد.ف: گاه) آسماني تارن ۽ سَيارن جي مشاهدي
جي جاءِ.

**رَضـ:** ذ(ع) "رضي الله تعاليٰ عنه" جو مخفف.

**رَضا:** ث(ع) مرضي.اجازت- موڪل.خوشي.اَمر (الاهي).

**رَضا ڪرڻ:** مرڻ- مري وڃڻ- وفات ڪرڻ.

**رَضا جو سؤدو:** خوشيءَ سان قبوليت وارو ڪم.

**رَضا جوئِي:** ث.خوشنودي.مرضي.

**رَضا خوشِي:** ث.رضامندي- مرضي.

**رَضا راڻو:** ص.مرضيءَ جو مالڪ- خودمختيار.

**رَضاڪار:** ص.بنا معاوضي خوشيءَ سان ڪم ڪندڙ- والنٽيئر.

**رَضاڪاري:** ث.بنا اجوري ملڪ جي خدمت.

**رَضامند:** ص.راضي- خوش.

**رَضامَندي:** ث.خوشي.اجازت.مرضي.خواهش- آمادگي.

**رَضا و رَغبت:** ث.اجازت ۽ خوشي.

**رَضاعَت:** ث(ع) ٿڃ پيئڻ جو زمانو.

**رِضاعي:** ص(ع) ٿڃ شريڪ.

**رَضائي:** ث(ف) ڀَترائي.

**رَضا نامو:** ذ(ع: رضا.ف: نامه) پرچي- ٺهراءُ.صلح.

**رِضوانُ:** ذ (ع) بهشت.بهشت جي دربان جو نالو.

**رِضوانِي:** ص.بهشتي- جنتي.

**رَضوِي:** ص. (ع) امام موسيٰ رضؓ ڏانهن منسوب.(اسم خاص)
سادات جو هڪ پاڙو.

**رَضِي:** ص(ع) راضي- خوش.

**رَضِي اللّه تعاليٰ:** جملو.خدا هن کان خوش هجي (ڀلارن شخصن
جي نالي سان ڳڻ ادب لاءِ لفظ).

**رَضيَہ:** ص(ع) ساراه جوڳو- تعريف لائق.

**رَطَبُ:** ص(ع) پُسيل- آلو. تازو. نرم.

**رَطبُ اللسان:** ص. تمام گهڻي تعريف ڪندڙ- مداح. خوشامد ڪندڙ- چرب زبان.

**رَطبُ و يابُس:** ص. سُڪل ۽ آلو. نيڪ ۽ بد- چڱو مٺو

**رَطَلُ:** ذ(ع) تور جو هڪ ماڻ.

**رُطوبَت:** ث(ع) آلاڻ- نَمي. تازگي.

**رَعايا:** ث(ع) رعيت- پرجا. عام ماڻهو.

**رِعايَت:** ث(ع) حفاظت- بچاءُ. لحاظ- مروت. طرفداري. ڪَمي- تخفيف (اگهه يا قيمت ۾)- ڇوٽ.

**رعايَتي:** ص. رعايت سان- لحاظ سان.

**رعايتي موڪل:** ث. سرڪاري ڪاتن ۾ ٻارهن مهينن جي ملازمت کان پوءِ هڪ مهينو پوري پگهار سان موڪل.

**رُعبُ:** ذ(ع) ڊپ- خوف. دٻدٻو- ڏاڪو.

**رعب رکڻ:** دابو ويهارڻ- ڊيڄارڻ.

**رُعب ويهڻ:** ڊپ ويهڻ- حشمت ويهڻ. ماڻهن تي تمام سُٺو ۽ شاناٽتو اثر ويهڻ.

**رُعب تابُ:** ذ. دٻدٻو- ڏاڪو- شان شوڪت.

**رُعبدارُ:** ص. دٻدٻي وارو. حشمت وارو. ماڻهن تي ڏاڪو ويهاريندڙ.

**رَعَد:** ذ(ع) ڪڪرن جي گوڙ.

**رَعد و بَرق:** گوڙ ۽ ڪنوڻ.

**رَعشو:** ذ(ع: رعشہ) ڏڪڻي- ٿڙڪڻي. هڪ بيماريءَ جو نالو.

**رَعنا:** ص(ع) ناز سان هلندڙ. خوشنما. سهڻو. نازڪ.

**رَعنائي:** ث. ناز سان هلڻ- ٺورَ. حُسن- سُونهن. سينگار.

**رَعُونَتَ:** ث(ع) تڪبر- هٺ- غرور- گهمنڊ.

**رَعيَت:** ث(ع) بادشاهي يا ملڪ ۾ رهندڙ ماڻهو- رعايا- پرجا. عام ماڻهو.

**رَعيَت پَروَر:** ص. رعيت جي سنڀال ڪندڙ- حاڪم.

**رَعيَت نوازِي:** ث. رعيت تي مهرباني.

**رَعيَتي:** ص. رعيت جو- راڄ جو- راڄوتي. قومي- ملڪي. مطيع- تابع- ماتحت.

**رَعيَتي راڄُ:** ذ. عام ماڻهن جي حڪومت- عوامي جمهوريہ.

**رَغامُ:** ذ. شڪ- گمان. رنج.

**رَغبَتَ:** ث(ع) خواهش- سڌ. چاهه. لاڙو.

**رَغبت ڪرڻ:** لاڙو ڪرڻ- مائل ٿيڻ. چاهڻ- پيار ڪرڻ.

**رَغَم:** ذ(ع) نفرت- ڌڪار- حقارت.

**رَف:** ص(انگ) ردي. خراب. بيڪار. (ذ) ڏاڻ وارو مسودو.

**رَفاقتَ:** ث (ع. رِفقت) همراهي- ساٿ- سنگت. صحبت- دوستي- ياري.

**رفاقت ڪرڻ:** گڏ هلڻ- ساٿ ڏيڻ. سنگت ڪرڻ.

**رِفاه:** ذ(ع) آرام جي زندگي. زندگيءَ جو مزو. آرام- سک. نيڪي- ڀلائي. ڀلي جو ڪم.

**رفاه عامہ:** ذ. عام ماڻهن جو ڀلو- عوام جو سُک.

**رفاهي:** ص. عوام جي ڀلي جو (ڪم وغيره)- فلاحي.

**رَفتارَ:** ث(ف) چال- هلڻي. پنڌ جو نمونو.

**رَفتار گُفتار:** ث. هلت چلت. رهڻي ڪهڻي.

**رِفتگان:** ذ(ف) لاڏاڻو ڪري ويل (ماڻهو).

**رَفتنگي:** ث(ف) روانگي- ڪوچ. نقصان.

**رَفتہ:** ص(ف) وِيَل. مئل. گم ٿيل.

**رَفتہ رَفتہ:** ظ (ف) هلندي هلندي- ٿيندي ٿيندي. آهستي آهستي- بتدريج.

**رَفرَف:** ذ(ع) اها سواري جنهن تي نبي سڳورو معراج جي رات سدرة المنتهيٰ کان بارگاهه الاهيءَ تائين ويو. (ص) تيز رفتار- تکو.

**رَفَع:** ذ(ع) بلندي- اوچائي. ترقي- عروج. نيڪالي.

**رفع ٿيڻ:** پري ٿيڻ- هٽڻ. ٽرڻ.

**رَفع ڪرڻ:** ٽارڻ- پري ڪرڻ. ختم ڪرڻ (معملو).

**رَفعَت:** ث(ع) بلندي- اوچائي. ترقي- عروج. وڏائي- شان.

**رَفع حاجَت:** ث. پاخاني جي حاجت جي پورائي.

**رَفع دَفَع:** ذ. خاتمو. فيصلو- نبيرو. درگذر- لئي مٽي.

**رَفع شر:** ذ. فتني فساد جو خاتمو. جهيڙي جهڳڙي جو نبيرو.

**رفارمر:** ذ(انگ) اصلاح پسند- سماج سڌارڪ.

**رفريشمينٽ:** ذ(انگ) هلڪو کاڌو پيتو (تازي توانائي ٿيڻ لاءِ).

**رُفقاءَ:** ذ(ع) "رفيق" جو جمع. ساٿي- همراه.

**رَفُو:** ذ(ع) ڦاٽل ڪپڙي جو سوراخ ڌاڳن سان پرڻ- ٽُن (پرڻ)- بور (پرڻ).

**رَفُوگَرُ:** ص. ڪپڙي کي ٽُن پرڻ جو ڪم ڪندڙ.

**رَفُو چَڪَرُ:** ذ. فرار- ڀاڄ. گمشدگي.

**رَفُو چڪر ٿيڻ:** ٽڪڙو وڃڻ. گم ٿيڻ. ڀڄي وڃڻ.

**رَفيعُ:** ص(ع) بلند- اوچو- مٿاهون.

**رَفيعُ الدَرجات:** ذ. وڏي مرتبي وارو.

**رَفيعُ الشان:** ص. وڏي عزت ۽ شان وارو.

**رَفِيقُ:** ص (ع) ساٿي- همراهه- ٻيلي. مددگار- معاون. دوست- يار. پيائيوار.

**رفيق الاعليٰ:** سڀ کان وڏو ساٿي. (مراد) خدا تعاليٰ.

**رَقَائي:** ث. رقتي.

**رَقِڻُ:** م. ڏڪڻ- ڪنبڻ. ٿڙڪڻ.

**رِقڻ:** ث. گپ- چڪ- راڙو.

**رَقِتي:** ث. ڏڪڻي- ڪنبڻي.

**رَقَابَتَ:** ث (ع) مخالفت- دشمني. بغض. محبت ۾ پائيواري.

**رَقَاصه:** ث (ع) ناچڻي.

**رَقبو:** ذ (ف: رقبہ) گهيريل زمين. ايراضي- ٻڪيڙ.

**رِقتَ:** ث (ع) چِٻائي (پاڻيءَ جي)- پتڙائي. پاڻيٺ. روئڻ- روڄ. دل جي نرمي ۽ ڪهل واري حالت.

**رقت طاري ٿيڻ:** دل ڀرجي اچڻ. روئڻ.

**رقت آميز، رِقَت انگيز:** ص. ڏک جهڙو- ڦيس جوڳو. دردناڪ.

**رِقَت قَلب:** ث. دل ڀڄڻ جي حالت. دل جي نرمي. رحمدلي.

**رَقصُ:** ذ (ع) ناچ- نرت.

**رقص بِسمَل:** ذبح ڪيل جانور جي ٽڙپ.

**رقص و سرود:** ذ. ناچ گانو.

**رَقطو:** ث (ع) تحرير جو هڪ فن. جنهن ۾ هڪ اکر نقطن وارو ۽ هڪ بنا نقطن هجي.

**رُقعو:** ذ (ع: رُقعه) ٽڪرو- پرزو. چٺي- خط.

**رَقَمَ:** ث (ع) تحرير- لکت. تعداد- جوڙ. مال- ناڻو. روڪڙ.

**رقم توبري ۾ هئڻ:** ناڻو نابود ٿيڻ- هڙ موڙي وڃڻ.

**رقم پيارڻ:** پئسا جمع ڪرائڻ (بل وغيره جا).

**رقم ڏيدي ٿيڻ:** ڦُرجي وڃڻ. رقم ٻُڏڻ.

**رقم ڪرڻ:** لکڻ- تحرير ڪرڻ.

**رَقم طراز:** ص. لکندڙ- تحرير ڪندڙ.

**رقم وار:** ظ. درجي بدرجي- سلسليوار.

**رَقمي:** ص. رقم ڪيل- لکيل. نشان ڪيل.

**رَقُود:** ص (ع) سمهندڙ- غافل- لاغرض.

**رَقِيبُ:** ص (ع) حريف. مقابل. ساڳئي معشوق جي عاشقن مان ڪو به هڪ. مخالف.

**رَقِيقُ:** ص (ع) پتڙو- پاڻيءَ جهڙو. نرم.

**رَقِيقُ القَلبُ:** ص. نرم دل- رحمدل.

**رَڪُ:** ص. سخت. سخت دل- بيرحم. ظالم.

**رُڪُ:** ذ. هڪ مشهور ڌاتو- فولاد. رُڪ مان ٺهيل تلوار (هٿيار).

**رُڪ پيالو:** ذ. ترارين يا ٻين هٿيارن جو جوهر- رُڪ جو پاڻي.

**رُڪ پيالو چکڻ:** ترار سان شهيد ٿيڻ.

**رُڪ جا چڻا چٻڻ:** سخت محنت ڪرڻ- ڪشالو ڪڍڻ.

**رُڪ جي دانگي چڙهڻ:** تمام گهڻو خرچ ٿيڻ. ڏکار پوڻ.

**رُڪ چَلڪا ڏيڻ:** تڪليف ڏسڻ ۾ اچڻ.

**رُڪ رَجهڻ:** سخت تڪليف ڪرڻ.

**رُڪ رَئي:** ث. ترار جو چمڪو. جنگ- لڙائي.

**رِڪَابَ:** ث (ف) ٿالهي- پليٽ.

**رِڪَابِي:** ث. ٿالهي- رڪيبي.

**رِڪَابُ:** ذ (ع) گهوڙي جو هڪ سنج (پيرن رکڻ لاءِ لوهي چلو).

**رِڪاب سان رڙهڻ:** حاضريءَ ۾ هئڻ- خدمت ڪرڻ.

**رِڪاب ۾ پير پائڻ:** مسافريءَ لاءِ روانو ٿيڻ- خدمت ڪرڻ.

**رِڪاب وٺڻ:** نوڪر ٿيڻ- خدمت ڪرڻ.

**رِڪابدارُ:** ص. گهوڙي تي سوار ٿيندڙ کي چڙهڻ ۾ مدد ڪندڙ خدمتگار. هوشيار ۽ ماهر ٻورچي.

**رِڪارڊ:** ذ (انگ) دفتر. لکپڙهه. گراموفون جي آواز ڀريل پليٽ.

**رڪارڊ قائم ڪرڻ:** وڏو ڪارنامو ڪرڻ.

**رڪارڊ ڪيپر:** ص. دفتري رڪارڊ جو سنڀاليندڙ.

**رُڪَاوَٽَ:** ث. روڪ- رنڊڪ. اٽڪاءُ.

**رَڪَبُ:** ذ. زميندار جو هاريءَ تي ٻاڌل- لاڳ.

**رِڪَتَ:** ث. نفرت. اڻ وڻندي- ڪراهت. بيزاري.

**رِڪتي:** ص. رنڊڪ وجهندڙ. ڪاوڙيل. حاسد.

**رُڪَجَڻُ:** م. روڪجڻ. اٽڪڻ.

**رِڪشا:** ث (انگ) ٽن ڦيٿن واري هڪ قسم جي موٽر گاڏي- رڪشو.

**رَڪَعَت:** ث (ع) نماز جو هڪ حصو (قامت کان سجدا ڏيڻ جو عمل).

**رُڪنُ، رُڪُنُ:** ذ (ع) ٿنڀ- ٿنڀو- پيو. ڪنهن جماعت جو هڪ ميمبر. عروضي شعريءَ جو هڪ وزن (فاعلن. فعولن. فاعلاتن. مفاعيلن. مستفعلن. متفاعلن. مفاعلتن. مفعولات).

**رُڪن الدوله:** ص. رياست جو ٿنڀو- وزير.

**رُڪنيَت:** ث. ميمبري.

**رُڪَڻُ:** م. ترسڻ. بيهڻ. اٽڪڻ.

**رُڪُوعُ:** ذ (ع) نماز ۾ گوڏن تي هٿ رکي جهڪڻ.

رڪي: ث.ڳونهن- ڪرفتي.
رڪيبُ: ذ(ع) رِڪابُ.
رڪيب ڏيڻ: ڏکئي وقت ۾ مدد ڪرڻ. همراهي ڪرڻ.
رڪيبي: ث.ٿالهي- رڪابي- پليٽ.
رڪيڪُ: ص(ع) ڀڙڙو. نازڪ. ادني. خسيس.
رَڪَ: ث.سڙيل شيءِ جي خاڪ- ڇار. مٽي.
رَڪ ٿيڻ: ڀَسم ٿيڻ- ڦلهيار ٿيڻ. سڙي وڃڻ.
رَڪ رکڻ: پرهيز ڪرڻ- ڪري ڪرڻ.
رَڪ ڪڍڻ: ديري ۾ رکيل ان کي نِبي چوڏاري ليڪو ڪڍڻ.
رڪاتَ: ث.اوڌر- رڪت.
رڪال: ث.ٻنيءَ جو گاهه واري ڇڏيل ٽڪر (جنهن ۾ مال نه چري).
اوڌر- قرض- رڪات.
رُڪانَ: ث.رُڪائي. رُڪ منهائي. اتيائي.
رُڪاٽو: ذ.رُڪي ماني.
رُڪاٽو رکڻ: لنگهڻ ڪڍڻ.
رُڪائڻ: م.ڏارائڻ. ڪنهن جاءِ تي ڏرائڻ.
رڪائي وڃڻ: بهانو ڪرڻ. ٺڳي ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ.
رُڪائي: ث.خُشڪي- اتيائي. بدمزاجي- بي رُخي.
رڪت: ث.اوڌر. مهلت.
رکپالُ: ص.راکو- چوڪيدار- محافظ.
رکپاءِ: ث.چوڪي. رکوالي- حفاظت.
رکجڻ: م.ڏرجڻ. ملتوي ٿيڻ.
رَکَ رکان. رک رکائي: ث.لحاظ- مروت.
رَکَ رکاءُ: ذ.لحاظ- مروت. اوڌر.
رکڙي: ث.رنگين ڌاڳن مان ٺهيل ڳانو (جيڪو هندو راکيءَ جي تهوار ۾ ٻڌن).
رکشا: ث(سن) حفاظت- بچاءُ. پناهه- آجهو. سنڀال.
رکڻُ: م.وجهڻ- ڌرڻ. رکي ڇڏڻ. ملتوي ڪرڻ. بچائڻ. سنڀالڻ.
هڻڻ (الزام). مقرر ڪرڻ (ملازم).
رکي ڇڏڻ: محفوظ ڪرڻ. بچائي رکڻ. جمع ڪرڻ.
رکنهار: ص.سنڀاليندڙ- بچائيندڙ- محافظ.
رکتي: ث.رکڻ جي حالت. رکڻ جو نمونو. سانگو- لحاظ. خيال- نهارَ.
رُکو: ص.سُڪل- خشڪ. اتيو. ياجي يا ڳنڍڻ کان سواءِ (ڪاڏو).
بي مزي- بي سواد. بدمزاج. بيمروت.
رکو جواب: ذ.صاف جواب- انڪار.
رکو رُوح: ص.سخت طبيعت وارو- تندمزاج.

رُکو سُڪو، رُکو سُکو: ذ.بناڳنڍڻ- بناگيهه (ڪاڏو). اتيو.
رُکي سُڪي، رُکي سُکي: ث.اتيي ءِ بناڳنڍڻ جي ماني. سادو کاڏو.
رکو ڪائڻ: ڪسرپائڻ- نقصان سمجهڻ.
رکوالُ، رکوالو: ص.پهريدار- محافظ- سنڀاليندڙ.
رکوالي: ث.حفاظت- سنڀال. چوڪيداري.
رَڳَ: ث(ف) رَڳ- نَس- نبض.
رَڳ جان: ث.شاهرڳ- شريان.
رَڳ و ريشه: ذ.اصل نسل. افعال.
رَڳ ويد: ذ(سن) هندن جي ڌرمي چئن ڪتابن مان پهريون ڪتاب.
رَڳُ: ث(ف: رَڳ) نَس- نبض. عادت- هير. خصلت.
رَڳ ڇِڪڻ: اَڏونس- عادتون ڀرڻ. پيروي ڪرڻ.
رَڳ سڃاڻڻ: عادت کان واقف ٿيڻ. طبيعت سمجهڻ.
رَڳ رَڳ ٺرڻ: تمام گهڻو خوش ٿيڻ.
رَڳ رَڳ کان واقف هئڻ: چڱيءَ طرح سڃاڻڻ- اٽڪلن کان واقف هئڻ
رڳن ٽُٽو: ص.نڪمو- ٽوٽي- سُست. ڪمزور. نامرد.
رڳارو: ص.جنهن جي جسم جون رڳون ڏسڻ ۾ اچن. اپرو- ضعيف.
رڳُ: ص.پنيان لڳي پوندڙ- جِجا- ڳِڪَ.
رڳڙ: ث.گهڪو رهڙ.
رڳڙائي: ص.جهيڙو ڪار- فسادي.
رڳڙڻ: م. مهٽڻ. گسائڻ. گهڪا ڏيڻ. مَلڻ- ماجڻ (ٿانو). رهڙڻ.
گهوٽڻ (پينگ وغيره). ڇپڻ. سختي ڪرڻ. سيکت ڏيڻ.
رڳڙجي وڃڻ: پيسجي وڃڻ. تڪليف هيٺ اچڻ. نقصان هيٺ اچڻ.
رڳڙو: ذ.جهيڙو- جهڳڙو- تڪرار.
رڳڙو جهڳڙو: ذ.جهيڙو جهٽو- تڪرار. فساد.
رڳڙو ڏيڻ: مهٽو ڏيڻ- گهڪو ڏيڻ. سيکت ڏيڻ.
رڳڙو لڳائڻ: خواهمخواه تڪرار ڪرڻ- ڏانڌل ڪرڻ.
رڳڻ: م.رنج ٿيڻ. ڪاوڙ ڪرڻ.
رڳنو: ص.ڳِڪ- چنبڙندڙ. لالچي- حريص.
رڳو: ظ.فقط- صرف.
رڳو ڳِڳو: ظ.فقطا ڪيلو- ڇڙو.
رڳيائي: ظ سرٌ سر.
رڳهه: ث.گرميءَ ۾ هوا بند ٿيڻ سبب ساهه جي موڻجهه- اُبس- گهٽ.
رڳهائٽو: ص.رڳهه وارو- هوا کان بند.
رڳهٽو: ص.قدم ندي و پربت ۾ پريل- گُهٽڪي. سگهارو.
رڳهو: ذ.ڇهنبياري شيءِ (ڪاني وغيره) سان چوڪ.
رڳها هڻڻ: چوڪون ڏيڻ (ڇهنبياري ڪانيءَ سان). طعنا ڏيڻ.

چهنباري شيءِ سان ڳجهو ڌڪ هڻڻ. نقصان پهچائڻ.

**رُگهي:** ث. ٽٻي - غوطو (پاڻي ۾).

**رَڱُ:** ذ (سن/ف: رنگ) رنگ - ورن.

**رڱ اچڻ:** فائدو ٿيڻ. حيض اچڻ.

**رڱائي:** ث. رڱاوت جو اجورو.

**رڱاوَت:** ث. ڪپڙي وغيره کي رڱڻ جو ڪم - رڱائي.

**رڱائڻ:** رڱ ڪرائڻ - رنگائڻ.

**رڱجَڻُ:** م. رنگجڻ. اثر چڙهڻ (صحبت جو). مالا مال ٿيڻ.

**رڱڻُ:** م. رنگ ڏيڻ. رنگ چاڙهڻ. رنگڻ.

**رڱڻي:** ث. رنگ ڏيڻ جي حالت - رڱوت.

**رڱو:** ذ. واڍن جو ڪاٺ تي نيڪو ڪيڻ جو ڏاڳو.

**رَلائڻُ:** م. ملائڻ - گڏائڻ. گڏو چڙ ڪرڻ. شامل ڪرڻ.

**رُلائڻُ:** م. ڀٽڪائڻ - اجايا چڪر ڪيائڻ. دربدر ڪرڻ. اجايو هلائڻ.

**رُلائڻ ڀنائڻ:** خوار خراب ڪرڻ.

**رَلجَڻُ:** م. گڏو چڙ ٿيڻ. ملي وڃڻ.

**رَلڪو:** ذ. ننڍي رلي.

**رَلَڻُ:** م. گڏڻ - ملڻ. هلڻ - رمڻ.

**رَل مِل:** ذ. گڏو چڙ. ميلاپ. گڏ جاتي.

**رَلڻ ملڻ:** م. رِلي مِلي وڃڻ - گاهل مائل ٿيڻ.

**رَلي ملي هَلڻ:** خوش اخلاقيءَ سان پيش اچڻ. گڏ جي هلڻ.

**رلئو مَلئو:** ص. خوش اخلاق - ڪلمک.

**رُلَڻُ:** م. ڀٽڪڻ. دربدر ٿيڻ. اجايو گهمڻ ڦرڻ. چڪر ڪيڻ. پريشان ٿيڻ. ڊوڙڻ ڊڪڻ. وڃڙڻ.

**رُلئو:** ص. رُلندڙ - رُليو.

**رَلو:** ذ. گهوڙي جو وچٿرو پند. وڏي رَلي - گودڙ.

**رَلي:** ث. اڳڙين مان نهيل هڪ وڇاڻو (هنڌ بستري طور ڪم اچي يا سمهڻ مهل مٿان وجهجي).

**رَلي تاڻڻ:** رلي وجهي سمهي رهڻ. بيمار ٿيڻ.

**رَلي ڪُلهي تي رکڻ:** الله واهي ڪرڻ - رُسي وڃڻ.

**رَليو:** ذ. قسمت - ڀاڳ - نصيب. (ص) قسمت ۾ مليل.

**رُليو:** ص. رولو - رول - رُلندڙ.

**رليف:** ث (انگ) مدد - امداد. آرام - سڪون.

**رِليف فند:** ذ. امدادي رقم.

**رَمُ:** ذ (سن) وار (بدن جا) - رؤن - ٻج. ٻرَ.

**رُمُ:** ث. ڊوڙ. ڊڪ - ڀاڄ. (رُم ڪرڻ = ڊوڙڻ - ڀڄڻ).

**رِم:** ذ (انگ) ڪاغذ جي ويهن دستن جو بنڊل.

**رِمارڪ:** ذ (انگ) راءِ - رايو.

**رَماڪُ:** ذ. دلبو - ڏٽو. ننڍيءَ وارو ڪوڙو آسرو.

**رَماڪي:** ص. ڏٽائي - گَسائي - ڪوڙو دلاسو ڏيندڙ.

**رَمال:** ذ (ع) رَمل جو حساب ڪندڙ. فال وجهندڙ - رملي.

**رَماند:** ذ. منٺ گڏيل سون. (ص) ملاوتي - ڪوڙو.

**رِماند:** ذ (انگ) جوابدار کي جاچ لاءِ حراست ۾ ورتل اجازت.

**رِمائيندر:** ذ (انگ) تاڪيدي خط.

**رَمائڻُ:** م. ڊوڙائڻ. گهمائڻ. ڦيرائڻ. ڀلائڻ - مُنجهائڻ. راند ڪيڏائڻ. وندرائڻ.

**رَمتو، رَمتُو:** ص. گهمندڙ - گهمندڙ ڦرندڙ. هلندڙ. مسافر - واٽهڙو. سيلاني.

**رَمتو جوڳي:** ذ. سيلاني فقير.

**رِم جهِم:** ث. سنهي بارش - هلڪو مينهن - ٻوند. جهڙ جهڙالو.

**رَمزَ:** ث (ع) اک يا ڀرون وغيره جو اشارو - مامَ. اهڃاڻ. راز. ڳجهه - پرولي. ڪيڏ. اٽڪل.

**رَمز پَرُوڙڻ:** اشارو سمجهڻ. راز معلوم ڪرڻ.

**رَمزَشناس:** ص. اشاري مان سمجهندڙ. هوشيار. چالاڪ.

**رَمز وٺڻ:** هٺ اختيار ڪرڻ.

**رَمزي:** ص. چالباز - حرفتي - اٽڪلي.

**رَمضانُ:** ذ (ع) هجريءَ سال جو نائون مهينو (روزن وارو مهينو).

**رَمَق:** ث (ع) ذري شيءِ. آخري پساهه.

**رَمَلُ:** ذ. (ع) ليڪن ۽ انگن وسيلي ڳجهين ڳالهين جي ڄاڻڻ جو حيلو.

**رَمَل:** ث (ع) علم عروض ۾ هڪ بحر جو نالو (جهن ۾ "فاعلاتن" جو رڪن اٺ ڀيرا اچي).

**رَملي:** ص. رَمل. اٽڪلباز - ڏڪائي.

**رَمَڻُ:** م. گهمڻ - هلڻ. ڀسار ڪرڻ. وڃڻ - هلڻ. کِسڪڻ. ڀٽڪڻ. راند ڪيڏڻ.

**رَمندو رهڻ:** هلندو وڃڻ - پنڌ ڪرڻ. جلد روانو ٿيڻ.

**رَمڻي:** ث. سهڻي موهيندڙ عورت. (ص) خوبصورت - سهڻي. هلڻي.

**رُموز:** ث. (ع) رمزون.

**رَمي:** ث. تاس راند جو هڪ قسم.

**رِمي:** ث. رت ڪيڻ جي سگهي.

**رَنَ:** ث. عورت. مڙس مري ويل عورت - بيواهه.

**رَن روڳڙي:** ث. بيواهه عورت. واهيات عورت.

**رَناپڻ، رَناپو:** ذ.رنڙتڻ جي حالت- ڏهاڳ.

**رَن چور:** پرايو زالون تڪيندڙ.زاني.

**رَن ڏاتيو:** ص.نامرد- مادي مُنهون.

**رُنبَ:** ث.ٻيجو هڻڻ- رونبو- وِهر.

**رُنبَڻُ:** مر. سنو هڪ هنڌان ڪڍي ٻيءَ جاءِ تي هڻڻ- رونبو ڪرڻ (سارين، بصر، بڪر وغيره جي ٻيجي جي وِهَر ڪرڻ). ڦسڻ- پرڙن (مٽيءَ ۾).

**رَنبو:** ذ.گڏ ڪرڻ يا ڏري ڪوٽڻ جو لوهي اوزار.

**رَنبو رکڻ:** پاڙ ڪپڻ.تڏاري ڇڏڻ.

**رَنبي:** ث.ننڍو رنبو.واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**رَنبَ:** ث.رڙ- دانهن. چوپائي جو آواز (مينهن،ڍڳيءَ جو).هڪل.

**رَنبون ڪڍائڻ:** رڙيون ڪرائڻ. سخت سيڪت ڏيڻ. گهٽو بدنام ڪرڻ.

**رُنبَ:** ث.ڪم ۾ مشغولي.

**رَنبات:** ذ.وڏي رڙ.رانبات.

**رُنبائڻُ:** مر.ڪم ۾ لڳائڻ- مشغول ڪرڻ.

**رَنبڻُ:** مر.رڙڻ- دانهون ڪرڻ.وڏي آواز سان روئڻ.زور سان سڏ يا هڪل ڪرڻ. چوپائي جانور جو ڊڪڻ.

**رُنبڻ:** مر.ڪم ۾ لڳي وڃڻ- مشغول ٿيڻ.

**رُنبو:** ذ.گرمي- ڪاڙهو.گهٽ.وڏي چِپر (ڪانيءَ جي).

**رَنج:** ذ (ف) تڪليف- درد. ايذاءُ- سُورُ. ڏک- افسوس- غم. ڪاوڙ- غصو.(ص) ڏکويل. ڪاوڙيل.

**رَنج ٿيڻ:** ناراض ٿيڻ- ڪاوڙجڻ.

**رنج سهڻ:** ڏک برداشت ڪرڻ. ڪاوڙ سهڻ.

**رَنج ڪٽڻ:** پِٽ ڪٽڻ- آهه ڪٽڻ.

**رَنجائي:** ص.رنج واري- ڏک واري.(شاه)

**رَنجائتو:** ص.ڏکويل.آزاريل.بيزار- هلاڪ.

**رَنجائڻُ:** مر(ف) آزارڻ.ڏکوئڻ.

**رَنجش:** ث(ف) ناراضگي.اٻڻت.ڏک.ڪاوڙ.

**رَنجش آميز:** ص.ڪاوڙيل- ڏمريل.ناراض.

**رَنجڪ:** ث.بندوق جا بارود رکڻ جي ڳوٽري.

**رَنجڪ چٽي وڃڻ:** بندوق جو نه چٽڻ.

**رَنجُورُ:** ص(ف) غمگين- ڏکويل. بيمار.

**رَنجُوري:** ص.ڏکويل.بيمار.رنجيده.

**رَنجيدگي:** ث(ف) رنجش- ڏک.ڪاوڙ.

**رَنجيدَه:** ص(ف) غمگين.ملول.اُداس.ناراض.بيزار.

**رَنجه ڪنجه:** ث. ڪنڪل- گهپي- ڪٽ ڦٽ.بيماري.آزار.

**رَنجه ڪنجه نه ڇڏڻ:** سدائين بيمار هئڻ.

**رَنڊُ:** ذ.گهڪو- رَهڙ (سِڪي يا ڏاتو ڪي). پَڪي زمين مان گسڻ- پيچرو.واٽ- دڳ.

**رَنڊن ۾ رولڻ:** رولڙي ۾ وجهڻ- دربدر ڪرڻ.تڪليفون ڏيڻ.

**رَند پَنڊ:** ذ.گهٽ گهيڙ- واتون.

**رند:** اسم خاص.بلوچ قوم جي هڪ ذات جو نالو.

**رِندُ:** ص(ف) آزاد.ڇڙواڳ.بيپرواه. جنهن شخص جو ظاهر عيبدار ۽ باطن سنو هجي.شرابي.صوفي.

**رندانو:** ص.رِندن وارو- مستيءَ بيپرواهيءَ وارو.

**رند راوَت:** ص.سورهيه- بانڪا- بهادر.

**رندي:** ث.آزادي- ڇڙواڳي.ضابطن پابندين کان بي تعلقي يا بيپرواهي.

**رَندَڻُ:** مر.ڇلڻ.رندو هڻي صاف ڪرڻ.

**رَندو:** ذ(ف) واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**رَندو هڻڻ:** ڪانيءَ کي رنديءَ سان لسو ڪرڻ. ڇلڻ- گهڙڻ.

**رَنڊو:** ذ.رڏو- بور ڇيڇانو.

**رنڊي ۾ رولو:** گهر ۾ جهيڙو- پنهنجائپ ۾ اٻڻت.

**رَنڊ:** ث.اٽڪاءُ- رنڊڪ- رخنو.جهل پل.

**رِنڊ:** ذ.ٿلهي جُونءِ- وڏي جونءِ.

**رُنڊ:** ث.سُڪا- باس.انجام- وچن.

**رُنڊ:** ذ(سن) ڪاٺ جو ٿلهو ٽڪر- دوڳي.بُنڊ.

**رُنڊ ڪرڻ:** دسڻ- ڪيرائڻ- سٽڻ.

**رَنڊ بُنڊ:** ص. ڇڙو- وانڊو- اڪيلو.بي اولاد.

**رَنڊ روڪ:** ث.جهل پل- منع.

**رَنڊائڻ:** مر.رخنو وجهڻ- رنڊڻ.روڪڻ.ترسائڻ- سيڙائڻ.

**رَنڊجڻ:** مر.اٽڪ پوڻ.اٽڪاءُ ٿيڻ.

**رَنڊجي ويهڻ:** روڪجي ويهڻ.بيواهه ٿيڻ (عورت).

**رَنڊڪ:** ث.اٽڪ- اٽڪاءُ- رڪاوٽ.سيڙپ.پيچڪڙي.

**رَنڊڻُ:** مر. روڪڻ- جهلڻ- اٽڪاءُ ڪرڻ. ترسائڻ- سيڙائڻ. پيچڪڙي وجهڻ.رخنو وجهڻ.

**رُنڊو:** ص.مُنڊو- ڪُند.سادو سودو- پورڙو.

**رَنڊو روڙو:** ذ.اڻ وٺيل ڏاڳو.ٿلهو ٿوڙهو- نوڙ.

**رَنڊي:** ث.ڪسبياڻي.ناچڻي.

**رَنڊِيباز:** ص.رنڊين سان زنا ڪندڙ.عياش.بد ڪار.

**رَنڊِيبَازِي:** ث.رنن سان زنا ڪاري.عياشي.بد ڪاري.

**رَنڊي خور:** ص.زنا جي ڪمائي کائيندڙ مرد- چڪلائي.

**رَنڊ:** ذ.چِڙو چاند.

**رُنڊ:** ث.ٿُڻ خراب ٿي چوپايو مال.

**رَنڊو:** ذ.ٽلهوان وٽيل سُٽ.

**رَنڊا روڙڻ:** ڪپه مان ڳنڊيون ڪڍڻ. ٽُهي وٽيل سٽ مان
ڳنڊيون ڪڍڻ.

**رَنڊو روڙهو:** ذ.سُٽ جون ڳنڊيون ڳوڙها- رنڊو روڙهو.

**رُنڊو:** ص.آگرين کپيل-ٽُنڊو- رُوڻو.

**رَنَڙ، رَنڙِي:** ث.مڙس مري ويل (عورت).

**رَنڙيون روڙڻ:** بيواهُن جو مال هضم ڪرڻ.

**رَنَڙُ:** ص.زال مري ويل (مرد).ڇڙو.

**رَنس:** ث (انگ) ڊوڙ. ڪرڪيٽ راند ۾ وِڪيٽ جي هڪ پاسي کان
ٻئي پاسي تائين ڊوڙ.

**رَنڪُ:** ص.مسڪين- محتاج.گداگر- پينو- نماڻو.

**رُنڪَڻُ:** م.ڪِنجهڻ- ڪُرڪڻ.رينگاٽ ڪرڻ.ليلائڻ.

**رَنگُ:** ذ (ف) وَرن- رڱ. نمونو- طرز- ڍنگ. رنگدار روغن.
ڪنهن بہ قسم جو اَٽو يا ٻُورو (جنهن سان ڪپڙو وغيره
رنگجي).رونق- سهڻائي. حالُ- ڪيفيت. خوشي.تماشو-کيلُ.
تاس ۾ حڪم وارو رنگ- ٽُرپ.

**رَنگ آميز:** ص.رنگ ملائيندڙ.رنگين.

**رَنگ آميزي:** ث.نقاشي.رنگيني.لطافت- مزو.

**رنگ اَفشاني:** ث.رنگ ڇنڪارڻ واري حالت.چٽسالي-گُلڪاري.

**رنگ اُڏامڻ:** رنگ ڦِٽڻ.رونق ختم ٿيڻ.

**رنگ بدلڻ:** رنگ مٽائڻ.نمونو بدلائڻ.

**رنگ ٻَرڻ:** چٽسالي ڪرڻ.سهڻو بنائڻ.

**رنگ پيدا ڪرڻ:** نئون ڍنگ اختيار ڪرڻ.

**رنگ ڄمائڻ:** اثر ڪرڻ.رونق ڪرڻ.مزو پيدا ڪرڻ.

**رنگ چڙهڻ:** رنگ جو اثر ٿيڻ.رونق ۾ اچڻ.مستيءَ ۾ اچڻ.

**رنگ ڏسڻ:** تماشو ڏسڻ.حالت تي نظر ڪرڻ.

**رنگ ڏيکارڻ:** تماشو ڏيکارڻ.حالت ڏيکارڻ.اثر ڪرڻ.مزو چکائڻ.

**رنگ راس ٿيڻ:** ڪنهن ڪم جي بهترين نموني تڪميل ٿيڻ.

**رنگ رَچڻ:** رنگ جو اثر سمائجڻ.تماشو ٿيڻ.رونق ڇڻ.

**رنگ رِلائڻ:** خوشي ڪرڻ- عيش ڪرڻ.لطف اندوز ٿيڻ.

**رنگ ڦِق ٿيڻ:** رنگ اُڏامي وڃڻ.

**رنگ ڪڍڻ:** جوڀن ظاهر ٿيڻ.نِکرڻ- سهڻو ٿيڻ.

**رنگ ڪرڻ:** نمونو ڪرڻ.تماشو ڪرڻ.خوشي ڪرڻ.

**رنگ لائڻ:** تماشو ڪرڻ.فساد مچائڻ.ڪپت ڪرڻ.

**رنگ لڳڻ:** مزو مچڻ.محفل ٿيڻ.

**رنگ ۾ ڀنگ:** خوشيءَ ۾ خلل.سک ۾ ڏک.آرام ۾ مصيبت.

**رنگ ۾ رَتو رهڻ:** پنهنجي حال مست رهڻ.

**رنگ ۾ رنگ اچڻ:** فائدي پٺيان فائدو ٿيڻ.

**رنگ و بُو:** ث.رونق.شان شوڪت.

**رِنگ:** ذ.(انگ) گول دائرو.

**رِنگ ليڊر:** ذ.باغين جي گروهہ جو اڳوان- وڏو لچ.

**رِنگ ماسٽر:** ذ.سرڪس جو منتظم.

**رُنگ:** ث.سَوائي- تور ۽ وزن کان ڪجهہ وڌيڪ.

**رَنگارَنگ:** ص (ف) قسمين قسمين رنگن جو.طرحين طرحين.رنگين.

**رَنگاوَت:** ث.رڱ وت (ڪپڙي تي).

**رنگائڻ:** م.رنگ چاڙهائڻ.

**رنگائي:** ث.رنگڻ جي اُجرت- رڱاوت.

**رنگ برنگ:** ص.جدا جدا رنگن وارو- رنگين.گهڻن قسمن جي وارو.

**رنگ ڀُومي:** ث.کليل تماشي جي جاءِ- تفريح گاهہ.

**رَنگت:** ث.رنگ- رڱ.صورت.روپ.حالت.

**رنگدار:** ص.رنگين.خوشنما.

**رَنگ ڍَنگُ:** ذ.طور طريقو.هَلي چلي.چال چلت.

**رنگ ڍنگ ڏسڻ:** هلت چلت ڏسڻ.سُڌ سماءُ وٺڻ.

**رنگ رَتول:** ذ.چٽسالي ٿيل جاءِ- رنگ محل.

**رنگ رَس:** ذ.عيش عشرت.کيل تماشو.ڀوڳ چرچو.

**رَنگرُوٽ:** ذ (انگ) نئون ڀرتي ٿيل سپاهي. سيکڙاٽ (ملازم).
ناتجربيڪار.

**رَنگ روپُ:** ذ.سونهن سوڀيا.

**رنگ روغن:** ذ.ڪمانگري يا نقاشي.

**رنگ رونق:** ذ.ڏيکُ ويکُ- شو- ڏيکاءُ.

**رنگريز:** ص (ف) رنگ چاڙهيندڙ (ڪپڙي تي)- نيروٽي.

**رَنگساز:** ص (ف) رنگ ناهيندڙ.رنگ ڏيندڙ- ڪمانگر.

**رَنگسازِي:** ث (ف) جاين وغيره تي رنگ ڪرڻ جو ڪم.
چٽسالي-نقاشي.

**رنگ مَحلُ:** ذ (ف) بادشاهن يا اميرن جي عيش ڪرڻ جي جاءِ.

**رَنگڻُ:** م. رنگ ڏيڻ. رنگ چاڙهڻ. چٽڻ. ڪيڻ. رڱڻ.

**رَنگڻُ:** م. روشن (پار). هروقت روشن (پار). لاڳيتو گهرندو رهڻ.

**رَنگولي:** ث (گجراتي) ڪمانگري- رنگسازي.

**رَنگِي:** ص. رنگين. سهڻن رنگن وارو.

**رَنگيل:** ص. رنگ چڙهيل- رنگين. اثر ۾ آيل.

**رَنگيلو:** ص. ترڙو- هلڪي طبيعت وارو. عياش. (ث. رنگيلي).

**رَنگِينُ:** ص (ف) رنگن وارو- رنگ برنگ.

**رَنگِين عبارت:** ث. دلچسپ ۽ وڻندڙ مضمون.

**رَنگِينُ مزاج:** ص. عياش. خوش طبع.

**رَنگِيني:** ث (ف) سهڻائي. خوبصورتي.

**رنگه:** ث. دانهن. روڄ. ڪرڪو. تيسو.

**رنگه چنگه:** ث. سُور يا بيماريءَ جي ڪُنڪَ- گهبي.

**رَنوائڻ:** م. اُڪلاءُ ڪرڻ (ڪم). نبيرو ڪرڻ.

**رنوتو:** ص. رَنڙ- رنوڙ.

**رَنوڙُ:** ص. رنڙ (مرد). (ث. رَنوڙ).

**رَني:** ث. ڌاڳڻ- بيواه (عورت).

**رَني ڪوٽ:** اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ مشهور قديم قلعي جو نالو.

**رڻُ:** ذ (سن: رَن) لڙائي- جنگ. جنگ جو ميدان. سُڃَ- ويراني. رُڃ. بيابان- صحرا.

**رڻ پارڻ:** ظلم ڪرڻ. سُڃ ڪرڻ.

**رڻُ ٿيڻ:** ظلم ٿيڻ. اَنڌير ٿيڻ.

**رڻُ ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ. انڌير ڪرڻ. سُڃَ ڪرڻ. تباهي ڪرڻ.

**رڻ ۾ رات پوڻ:** مصيبت ۾ اچڻ- آزار ۾ پوڻ.

**رڻ ۾ رُلائڻ:** دربدر ڪرڻ. دغا ڪرڻ.

**رڻ پومي:** ث. ميدان جنگ.

**رڻ پَٽ:** ذ. بيابان- صحرا- برپٽ.

**رڻ جهڻ:** ث. ڳالهه بوله. وندرواري گفتار. آهستي ڳالهه بوله. جهونگار.

**رُنڪ:** ث. ڪنجهه- دانهن.

**رُنڪڻ:** م. ڪنجهڻ. ڀڻ ڀڻ ڪرڻ. جهوبو ڏيڻ.

**رَنمَل:** ص. جنگي سورمو- جهونجهار. دلبر. ڊوليو. همراز.

**رَنو:** ذ. سُڃ- ويراني- پينگ.

**رَنو وجهڻ:** گهبو وجهڻ. چِٽڻ. گهوٽڻ.

**رَو:** ص (ف) هلندڙ (جيئن راهَرو. تيزرو وغيره). (ذ) وهڪرو. رَ. اڳرائي- زيادتي.

**رَو ڪرڻ، رَو ڪُڌائڻ:** اڳرائي ڪرڻ.

**رُو:** ذ (ف) رُوءِ- صورت- شڪل.

**رَوا:** ث (ف) جائز- مباح. درست. واجب. (ص) هلائيندڙ- پورو ڪندڙ (مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم ايندڙ. جيئن "حاجت روا. فرمان روا وغيره).

**رَوا رکڻ:** جائز ڪرڻ. مُروج رکڻ. قبول ڪرڻ. موڪل ڏيڻ.

**رَوائي:** ث. پورائي- تڪميل (جيئن "حاجت روائي" وغيره).

**رَوابط:** ذ (ع) "رابط" جو جمع- رابطا.

**رَوات، رَواتي:** ث. لوهه کي گسائڻ جو هڪ فولادي اوزار (ٻه قسم: تڪوري، سُونهڻ).

**رَواتڻ:** م. لسو ڪرڻ- گسائڻ. سڌائيءَ تي بيهارڻ.

**رَواجُ:** ذ (ف) رسم- ريت- دستور. هني چلي.

**رَواج پوڻ:** عمل ۾ اچڻ- عام ٿيڻ. رائج ٿيڻ- رسم پوڻ.

**رَواج ۾ آڻڻ:** جاري ڪرڻ- مروج ڪرڻ. نئين رسم سماج ۾ داخل ڪرڻ.

**رَواجي:** ص. رسمي. معمولي. عام- چالُو.

**رَواجيءَ طرح:** ظ. عام نموني- هميشه وانگر.

**رَوادارُ:** ص (ف) درست سمجهندڙ. طرف ڪندڙ- پاسو ڪندڙ- حمايتي.

**رَواداري:** ث. طرفداري- پاسخاطري- حمايت. لحاظ- مروت.

**رَوازُ:** ذ. رياءُ. رواج. اجائي ڳالهه. هڪ طرفي ڳالهه.

**رَوازي:** ص. رياڪار. منافق. رواجي.

**رَواش:** ذ. مَليدو- سَترَڃي.

**روالوَرُ:** ذ (انگ) چرخيءَ وارو پستول.

**رَوانُ:** ص (ف) جاري- وهندڙ. هلندڙ- چالُو. تيز- تکو (اوزار). لَس پڙهڻ جو نمونو.

**رَوان ٿيڻ:** چالو ٿيڻ. روانو ٿيڻو. تيز ٿيڻ. مشق ٿيڻ.

**رَوان پڙهڻ:** بنا هجي پڙهڻ- لَس پڙهڻ.

**رَوان ڪرڻ:** چالو ڪرڻ- هلائڻ. جاري ڪرڻ.

**رَوان دَوان:** ظ (ف) چالو- هلندڙ. وهندڙ.

**رَوانگي:** ث (ف) وڃڻ- اُسهڻ. موڪلڻ. ڪُوچ. نيڪال.

**رَوانو:** ص (ف: روانه) ويندڙ. هلندڙ. وِيلَ. موڪليل.

**رَوانو ڪرڻ:** موڪلڻ- اُماڻڻ.

رواني: ث(ف) وَهڪ. تيزي. سلسلو.

رَوائتو: ص. مَن موجي- پورالو. وهمي.

رَوائي: ث(ف) پورو ڪرڻ. نافذ ڪرڻ. (مرڪبن ۾ ڪتب ايندڙ. مثلاً: حاجت روائي).

روايات: ث(ع) "روايت" جو جمع. ريتيون رسمون.

روايَت: ث(ع) ٻئي جا چيل لفظ بيان ڪرڻ. ٻئي جي ڳالهه جو نقل. بيان- ذڪر.

روباه: ذ(ف) لومڙ. (ص) بزدل.

روباهي: ث(ف) دغابازي- مڪاري. بزدلي.

روبَل: ذ. روس جو سڪو.

روبَرو: ظ(ف) آمهون سامهون. مُنهن مقابل.

روبرو ڪرڻ: آمهون سامهون ڪرڻ. پيش ڪرڻ. شڪل ڏيکارڻ.

روبڪاري: ث (ف) شنوائي- پيشي. ڪنهن جي اڳيان ٿيل ڪارروائي. فيصلي جي لکت.

روبوٽ: ذ(انگ) مشيني ماڻهو.

روت: ث. رونبو- وِهر- رَنب.

روتڻ: م. رونبو ڪرڻ- وِهرڻ.

روٿ: ث. هشام- انبوهه. ديڳ- سٿو.

روٽ: ذ. ٿلهي ماني. مٺي ماني. نذر ڏيڻ لاءِ ماني. 'غوث بهاءُالحق' جي پانڌيئڙن جي ماني.

رُوٽ: ذ(انگ) رستو- واٽ- راهه.

روٽلو: ث. ماني. ڊبل روٽي.

روٽي: ث. ماني- ديوڊو. رزق- ڪاڌو.

روٽيءَ تان ٿابو اچڻ: آيو رزق موٽڻ- نيا ڳ ٻڏڻ. نقصان پوڻ.

روٽي ڪپڙو: ڪاڌ خوراڪ ۽ ڳنڍي ڪپڙو. ضرورت جو سامان.

رُوٽين: ث(انگ) معمول. دستور- قاعدو. روزمره جو ڪم.

روڙ: ص. سخت- ڏاڍو. نوڙ. سورمو- جنگ. اورچ.

روڙي: ث. سوپاريءَ جو هڪ قسم (جيڪ سخت ٿئي).

روپ: ذ. چاندي.

روپُ: ذ (سن) صورت- شڪل- چهرو. طرز- ڍنگ. سونهن- حسن. رونق. جلوو.

رُوپُ مَٽائڻ: شڪل بدلائڻ. ڍون ڦيرائڻ. چمڙا پوش ڪرڻ.

رُوپارو: ص. سهڻو. حسين- ملوڪ- رُوپ وارو.

رُوپامَڪي: ث. پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.

رُوپاهه ماڙي: اسم خاص. بدين ضلعي ۾ هڪ ڦٽل شهر (جيڪو سومرن جو تختگاهه هو).

رُوپ رَس: ذ. چانديءَ جو ڪُشتو (دوا).

روپ ساگر: ذ. حُسن جو سمنڊ- تمام گهڻي سُونهن.

روپ سِيڻُ: ص. سهڻو- حَسين- خوبصورت.

رُوپَڪ: ذ(سن) قصو- ڪهاڻي. تمثيل.

روپو: ص. چانديءَ جو- چانديءَ جهڙو.

روپوش: ص(ف) لڪل- مخفي- ڳجهو. ويس بدلائي ڀڳل- مفرور.

روپوشي: ث. لِڪ. گمشدگي. فراريت.

رُوپي: ص. حسين- سهڻو. سَودائي- اڌمغزي.

روڄ: ذ. روئڻ- ماتم.

روڄُ پِٽڪو، روڄُ راڙو: ذ. وڏي آواز سان گهڻو روئڻ. دانهون ڪوڪون. هُل حشر.

روجُهه: ذ. هڪ قسم جو جابلو جانور.

روجهو: ص. ڪنڪ رنگو چهرو. ڪَڪو رنگ- ڀُورو.

روچي: ث(ف: روزي) روزي- رزق- چُوڻو.

رُوحُ: ذ(ع) ساهه. سَتُ- جوهر.

رُوح اٽڪڻ: دل ٿيڻ- دل ڦاسڻ. انتظار ٿيڻ.

رُوح ٿيڻ: دل ٿيڻ. خواهش ٿيڻ. سَڌ ٿيڻ. مرضي ٿيڻ.

رُوح پِٽڪڻ: واجهائڻ- ڳولڻ. تڪليف ۾ مبتلا ٿيڻ. خوار خراب ٿيڻ.

رُوح ٽنگجڻ: انتظار ٿيڻ. سِڪ ٿيڻ.

رُوح پرواز ڪرڻ: پساهه نڪرڻ. فوت ٿيڻ.

رُوح ڦوڪڻ: ساهه وجهڻ. جيئرو ڪرڻ. جوش پيدا ڪرڻ.

رُوح قبض ڪرڻ: ساهه ڪڍڻ. مارڻ. ڊيڄارڻ.

روح نڪرڻ: ساهه نڪرڻ- فوت ٿيڻ. سَت نڪرڻ.

رُوحُ اللّه: ذ(ع) حضرت عيسي عليہ السلام جو لقب.

رُوح القُدس، روح الامينُ: ذ(ع) حضرت جبرئيل عليہ السلام.

روحاني: ص. روح سان تعلق رکندڙ. مقدس.

رُوحانِيتَ: ث. روحاني قوت- باطني قوت.

روحانو: ص. رُوح جو- رُوحاني.

رُوحانو لولو: ذ. وَنڊي جي ماني.

رُوح اَفزا: ص(ف) دل کي فرحت ڏيندڙ.

رُوح پَرور: ص(ف) دل کي جياريندڙ يا سگهه ڏيندڙ.

رُوح رُچندو: ص. دل گهريو- دل پسند- دل کي وڻندڙ.

**رُوح رَوان:** ص (ف) دل کي چڪ ڪندڙ- پسند ايندڙ. دل کي تحرڪ ۾ آڻيندڙ.

**رُوح رِهانُ:** ٿ.دل واري ڪچهري- محبت واري مجلس.

**روح ريلو:** ذ.دل جي چڪ- مَن جي اُڪير.

**رُوحُ فَرسان:** ص(ف) روح کي تباهه ڪندڙ- خطرناڪ .افسوسناڪ .

**رُودُ:** ذ(ف) ندي- درياءُ.

**رُودبار:** ذ.ڪاري (جتي گهڻا درياءَ وهي اچن).

**رُوداد:** ٿ(ف) بيان.ڪارروائي.ماجرا.

**رودَنُ:** ذ.روڄ- ماتم.واويلا.روڄ پٽڪو.

**رودو:** ذ(ف) آندو.سڪل آندي جي تند (جيڪا ڪنهن ساز ۾ وجي).

**روڏ:** ٿ.رولو.تڪليف- پريشاني.ڏُڪير.

**روڏ ڏيڻ:** ٿ.رُلائڻ.عذاب ڏيڻ- مصيبت ۾ وجهڻ.

**روڏ:** ٿ.وارن لٿل مَٽو- گنج- نوڙهه.

**روڏ:** ذ.رُڃ جو وڏو ڪارو ڪانءُ.

**روڏو:** ص.مٿي ڪُوڙيل- نوڙهو- گنجو.(ذ) اُٺ پکيءَ جو هڪ قسم.

**روڏو موڏو:** ذ.گوُنرو (اُٺ جو)- توڏو.(ص) لسڙاٽ.

**روڊ:** ذ(انگ) رستو- سڙڪ.

**روڙ:** ٿ.وڻ يا ٻوٽي مان ٻن ڪوهڻ.

**روڙ ڪرڻ:** ڪوهڻ- چنڻ.گهٽي شيءِ يا پئسا گڏ ڪرڻ.

**رُوڙ:** ٿ.تکي دوڙ.اُماڪ دوڙ.اُوناڙ (گدڙ وغيره جي).

**روڙَڻُ:** م.وڻ يا ٻوٽي جا ٻن يا ڦرٺاريءَ مان مٽ سان چڪي جدا ڪرڻ.

**روڙو، روڙهو:** ذ.ڳنڍو (ڪنهن چيز جو.مثلاً: اَمل وغيره جو). ڀنوڙو- ڳنڍو.زنب.ٻهڻ.

**روڙو اٽڪائڻ:** رڪاوٽ پيدا ڪرڻ- رخنو وجهڻ.

**روڙو لڳڻ:** سارين جي ٻوڪ کي مرض لڳڻ.

**رُوڙو:** ص(ڊاٽڪي) سُٺو- عمدو.ڀلو.نيڪ (ٿ.رُوڙي).

**روڙي:** ٿ.ڀٿرن جا ننڍا ننڍا ٽڪر- بجري.

**روزُ:** ذ(ف) ڏينهن- يوم.هڪ ڏينهن جي اُجرت.(ظ) روزانو- ڏهاڙي.

**روز اَفزُون:** ظ(ف) روزانو وڌندڙ- ڏينهون ڏينهن وڌندڙ.

**روزانو:** ظ(ف) هر روز.هميشه- سدائين.

**روز اَلَست:** ذ(ف) آدم جي پيدا ٿيڻ وارو ڏينهن (جڏهن خلقت جي روحن جو خالق (خدا) سان واعدو ٿيو هو).

**روز بروز:** ظ(ف) ڏينهون ڏينهن- هر ڏينهن.

**روزِ جَزا:** ذ(ف) اجوري جو ڏينهن- قيامت جو ڏينهن.

**روزدار:** ذ(ف) ڏيهاڙيءَ تي ڪم ڪندڙ مزدور.

**روز روزُ:** ظ(ف) ڏهاڙي- روزانو- هر روز.

**روز روشَنُ:** ذ(ف) ڏينهن- صبح.

**روز سياهه:** ذ(ف) مصيبت جو ڏينهن- ڪارو ڏينهن.بدنصيبيءَ جي گهڙي.

**روزگارُ:** ذ(ف) پيٽ گذر.نوڪري.ڌنڌو.ڪمائي.پورهيو.

**روزگار ڪرڻ:** نوڪري ڪرڻ.ڌنڌو ڪرڻ.پورهيو ڪرڻ.پيٽ گذر ڪرڻ.

**روز مَحشر:** ذ(ف) قيامت جو ڏينهن.

**روزمَره:** ظ(ف) روزانو- ڏهاڙي.هر ڏينهن.

**روز مَيل:** ذ(ف) روزمره جي آمدني.واپارين جي ڪاتي جي بندي.

**روزَن:** ذ(ف) دري- ڳڙکي.روشندان وارو سوراخ.

**روزنامچو:** ذ(ف) روز جي ڏيتي ليتي لکڻ جو ڪتاب.

**روزنامو:** ذ(ف) روزاني اخبار.

**روز نجات:** ٿ(ف) ڇوٽڪاري جو ڏينهن.

**روز و شب:** ظ(ف) رات ڏينهن.

**روز وِلادت:** ذ(ف) جَمَ ڏينهن.سالگره.

**روزو:** ذ(ف:روزه) دين اسلام جي فرض مطابق اُسر کان وٺي سج لهڻ تائين نه کائڻ.نه پيئڻ.فاقو.

**روزائتو:** ص.روزي سان.

**روزو ڀڃڻ، روزو ٽوڙڻ:** روزي ۾ ڪا ٿو يا ڪا به شيءِ کائڻ.واعدو ٽوڙڻ.عادت ڀڃڻ.

**روزو ڇوڙڻ، روزو کولڻ:** سج لٿي کان پوءِ مقرر وقت تي ڪا شيءِ کائي روزو ختم ڪرڻ.

**روزو رکڻ:** دين اسلام جي مذهبي فرض موجب پرڀات کان اڳ مقرر وقت تي کائڻ ۽ سڄو ڏينهن ويندي سج لٿي تائين نه ڪا شيءِ کائڻ.نه پيئڻ.

**روزو کائڻ:** روزو نه رکڻ- بي روزائتو هجڻ.

**روزو وندرائڻ:** روزي وارو وقت ڪنهن مصروفيت ۾ گذارڻ.

**روزه ڪُشائي:** ٿ(ف) روزي ڇوڙ- افطاري.

**روزيدارُ:** ص.روزا رکندڙ.جيڪو روزي سان هجي.

**روزي:** ٿ(ف) رزق- چوتو.روزگار- پورهيو.

**روزي رُليل هئڻ:** نياڳ هجڻ.

**روزيءَ کي لت هئڻ:** ڌنڌو ڇڏڻ.مزدوري نه ڪرڻ.

**روزي رَسان:** ص.رزق ڏيندڙ- چوتو ڏيندڙ.پروردگار.

**روزينو:** ذ(ف) روز جي اُجرت- ڏهاڙي.

**رُوس:** اسم خاص.اترايشيا ۾ هڪ ملڪ جو نالو.
**روسامو:** ذ.ناراضگي- ڪاوڙ.غلطفهمي.
**روسواڙ:** اسم خاص.قديم زماني ۾ گوتم ٻڌ جو سندي پوئلڳ.
**رُوسياه:** ص.مُنهن ڪارو.گهنگهار.بد چال.
**رُوسياهي:** ث.ڪارمُنهائي.ذلت.رُسوائي- بدنامي.
**رَوِش:** ث (ف) چال- هلت. ڍنگ. نمونو. عادت. رسم. شڪل شبيه-اوصاف.
**روشُ:** ذ.اگهاڙو-ننگو.
**روشَنُ:** ص (ف) چمڪندڙ- منور. ٻهڪندڙ. ٻرندڙ. چٽو- صاف-ظاهر.
**روشن ڪرڻ:** چمڪائڻ.ٻارڻ.ظاهر ڪرڻ.
**روشن اختر:** ص.ڀاڳوارو- سدورو- خوشنصيب.
**روشنِ دماغ:** ص.عقلمند- سياڻو- ڏاهو.
**روشن ضمير:** ص.صاحب ڪشف.اهل دل.
**رُوشناس:** ص(ف) واقف- ڄاڻو سڃاڻو.
**رُوشناسي:** ث.واقف ڪاري- ڄاڻ سڃاڻ.
**روشنائي:** ث.سوجهرو.چمڪو.جوت.
**روشندانُ:** ذ(ف) جاءِ جي دري يا جارو، جنهن مان روشني اندر اچي يا دونهون ٻاهر نڪري.
**روشني:** ث(ف) نور- جوت.سوجهرو.چمڪو.رونق.
**روشني وجهڻ:** سوجهرو ڪرڻ.کولي سمجهائڻ.
**روضو:** ذ(ع) مقبرو- قُبو (ڪنهن بزرگ جو).باغ- چمن- گُلستان.
**روضه خوان:** ص(ف) مرثيا پڙهندڙ.
**روغَنُ:** ذ(ف) تيل.سٿڀ.رنگ.
**روغن مکڻ:** خوشامد ڪرڻ- يار بنائڻ.
**روغني:** ص.تيلوارو.سٿيو.
**رُوف:** ث(انگ) ڇت.
**روڪَ:** ث.منع- جهل.آڏ- اٽڪاءُ.رنڊڪ.بند.ٽيڪ.روڪڙ- نقدي.
**روڪٿام:** ث.بندش- جهلپل.رُڪاوٽ.
**روڪَ ٽوڪ:** ث.جهلپل- منع- بندش.
**روڪُ:** ص.روڪڙو- نقد.موجود(پئسو).
**رُوڪاوَٽَ:** ث.رنڊ- اٽڪاءُ.
**روڪَڙ:** ث.نقد- حاضر پئسا.پئسن جي حساب جو ڪتاب.
**روڪڙو:** ص.نقد- حاضر رقم.(ظ) هڪيو تڪيو- برِوقت.

**روڪڙو جواب:** ذ.رکو جواب- انڪار.ترت جواب.
**روڪَڻُ:** م.جهلڻ- منع ڪرڻ.آڏ ڏيڻ.ترسائڻ.ٻيهارڻ.بند ڪرڻ. بچائڻ.سنڀالڻ.
**روڪي ڇڏڻ:** منع ڪرڻ- جهلڻ.بند ڪرڻ.
**روڪي روڪي:** ظ.آهستي آهستي.جهلي جهلي- آرام سان.
**رُوگردان:** ص(ف) مُنهن مٽيندڙ.ڦچندڙ.منحرف- انڪاري.
**رُوگرداني:** انحراف.انڪار.بغاوت.نافرماني.
**روڳُ:** ذ(سن: روگ) بيماري- مرض. آزار. وبال- جنجال. رت پوڻ.ڦٽ مان وهندڙ گند.
**روڳ لڳڻ:** بيماري ونڻ.عشق لڳڻ.جهڳڙو پوڻ.
**روڳ ۾ رُلڻ:** ڪُڌن ڪرتوتن ۾ ڦاسڻ.سدائين بيمار رهڻ.
**روڳائتو:** ص.روڳوارو- بيمار- روڳي.
**روڳي:** ص.بيمار- مريض.گدلو.ڪنو.سست.
**رولُ:** ص.اجايو رُلندڙ.رولاڪ.هڪ هنڌ سُک سان نه وهندڙ.اجايا ڏڪا کائيندڙ- آواره- رولو.
**رول:** ذ(انگ) منصبي ڪم- خدمت.
**رول نمبر:** ذ.دفتر يا تعليمي اداري ۾ ملازم يا شاگرد جو داخلا وارو نمبر.
**رولُ:** ذ (انگ) قاعدو- ضابطو. حڪم موجب دستور. ليڪن ڪڍڻ لاءِ گهڙيل گول ڪاٺي.
**رولُ پَين:** ث.پينسل.
**رُولر:** ذ(انگ) پٿرن کي پيڻ ۽ ويهارڻ جي لوهي مشين.
**رولڙو:** ذ.گهوم- چڪر- ڦيرو.دربدري.جاکوڙ- ڪشالو.
**رولڙي ۾ پوڻ:** تڪليف ۾ پوڻ.اجاين پنڌن ۾ پوڻ.مصيبت ۾ پوڻ.ڌڪا کائڻ.دربدر ٿيڻ.
**رولنگ:** ذ(انگ) قطعي فيصلو (ڪنهن حڪمنامي تي).قانوني مثال.
**رولڻُ:** م.رُلائڻ- دربدر ڪرڻ.ڦِٽائڻ يا ڇڏڻ (اُڏ ۾). ڦيٽاڙو وجهڻ.رنڊڪ وجهڻ.
**رولو:** ذ.هل- شور.جهڳڙو.ڌانڌل.گڙٻڙ.بي انتظامي.غلطي- ڀُل چُڪ.
**رولو پوڻ:** حساب ڪتاب ۾ گڙٻڙ ٿيڻ.
**رولو وجهڻ:** بي انتظامي پيدا ڪرڻ.مونجهارو وجهڻ.
**رولُو:** ص.رولُ.رولاڪ.بيگانو.ڌاريو- اوپرو.اڻ سونهون.
**رُومر:** ذ (انگ) ڪمرو- حجرو.اسم خاص.هڪ آڳاٽي مُلڪ جو نالو (هن وقت اٽليءَ جي گادي واري هنڌ جو نالو).

**رُوماچ:** ث.اُپاوار- ڪاندارپل وار.

**رُومالُ:** ذ (ف) مُنهن اگهڻ لاءِ ڪپڙي جو چؤڪور ٽڪرو.

**رومال ۾ ويڙهي هڻڻ:** ڳجهيءَ طرح سان ڌڪ هڻڻ.

**رومالِي:** ث. برقعي جو جاريدار سنهو ڪپڙو. جيڪو مُنهن کي ڍڪي.

**رُومان:** ذ.ادب ۾ عشق محبت واري صنف.

**رُومانوي، رُوماني:** ص. رومان پسند. خيالي دنيا ۾ رهندڙ. (ذ) عشق محبت وارو داستان.

**رُومَڙ:** ث. ڪاه- جُله.اوچتو حملو.تکي ڊوڙ- اُلرَ.

**رُومڙو:** ذ.بي خوف- بي ڊپو- دلير.

**رُومَن:** ذ. انگريزي حرفن ۾ لکيل ٻي ٻولي. (ص) رُوم ملڪ جو رهاڪو.

**رُومن ڪئٿولڪ:** ذ (انگ) عيسائين جو هڪ فرقو.

**رومَڻ:** م. سَٽ کي وري پنهنجي مرضيءَ موجب ويڙهڻ (ڪورين جو اصطلاح).

**رُومي:** ص.رومر جو رهاڪو- تُرڪُ. (ذ) ترڪيءَ جي هڪ مشهور شاعر ۽ بزرگ مولانا جلال الدين جو لقب.

**رونبو:** ذ. ٻوڪ جي سلن کي هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ هڻڻ- ٻيجي جي وِهرَ ڪرڻ- وهراج- روت.

**رُونبَ:** ث.رومڙ- جُله- اُلر.

**رُونٽو:** ص.نونٽ تائين هڪڙي ٻانهن کان معذور- نونٽو.

**رُونجن ڪرڻا:** ذ.ايڪس ري (X-Ray).

**رُونجهو:** ص. ڇنجهو- جهرو.ڀنڀڻ ڪٺل.جهڪو ڏسندڙ.

**رُون رُون:** ث.روئڻ جو آواز.سارنگي ياگز سان وڄائڻ واري ڪنهن ساز جو آواز.

**رَونشائي:** ذ.خوشطبع-پوڳائي.

**رَونشو:** ذ.تماشو.بازي ياکيل جو نظارو.ڪل خوشيءَ واري وندر.

**رَونَقَ:** ث (ع) چمڪو. سينگار. ٺاهه جوڙ. تازگي. شادابي. آبادي.سهڻائي.

**رونق افروز، رونق افزا:** ص.رونق وڌائيندڙ.

**رونق افروز ٿيڻ:** اچڻ- تشريف آوري ڪرڻ.

**رونقدار:** ص. چمڪندڙ- ڀڪندڙ.شاداب.سهڻو.

**رُونڪو:** ذ.روئڻ جو نمونو.روڄ.

**رُونگَ:** ث.وزن کان وڌيڪ ڳهر- رُنگَ.سَوائي.

**رُونگاٽُ:** ذ. "رُون رُون" جو آواز.رِينگٽ.ناريا هُرلي وغيره وهڻ جو آواز.

**رُونگاڻ:** ث.ٻنيءَ جي واٽ- پيچرو.

**رُونگٽا:** ذ.بدن جا سنها وار- لُونئان.

**رونگٽا ڪَڙا ٿيڻ:** ڊپ ۽ هراس ۾ بدن جا وار اُڀا ٿيڻ- وارَ ڪاندارجڻ.

**رُونما:** ص (ف) مُنهن ڏيکاريندڙ.ظاهر- پڌرو.

**رُونمائي:** ث.ظهور.پڌرائي.نمائش.مهورت.

**رُونمائي ڏيڻ:** ڏيکائي ڏيڻ.

**رُونهڙو:** ذ.ڊانديءِ پکيءَ جو هڪ قسم.

**رَوَنُ:** م. خوشيءَ مان ڦيريون پائڻ- جهمريون هڻڻ.سَرهو ٿيڻ.

**رُونُ:** ث. ڪنهن وهڪري جي ڪناري ۾ سوراخ، جنهن مان پاڻي سوراخ ڪري ٻاهر وهي. جابلو يا وارياسي زمين مان سيمر ڪري وهندڙ پاڻي.

**رُونُ:** ث.ڳالهه- گفتار- گفتگو.

**رُون يُونُ:** ذ.آهستي ڳالهائڻ- سُس ڦُس.

**روئي:** ث.آباديءَ کان اڳ ۾ زمين کي ڏنل ٻهريون پاڻي- ريج.

**رَوو:** ذ.اُپاريل سون جو گول داڻو (سونارڪو اصطلاح).

**روهُ:** ذ. جبل. ڪوه- پهاڙ- ڏونگر.

**روه رَلا:** ذ.جبل ۾ رولڙو.ڪشالا- تڪليفون.

**روه رُليو:** ذ.رولاڪ.لوفر.ڪاهل- ٽوٽي.

**روه ۾ رُلڻ:** مصيبت ۾ پوڻ.تڪليفن ۾ پوڻ.ڏاڪڙا ڏسڻ.

**روهڙو:** ذ. جابلو هنڌ.(ص) ٽاڪرو- جابلو.

**روهڙِي:** ث. ڪَڪَري- پِهڻي.پِهڻ جو ڏِڪُ.(اسم خاص) سنڌ جو هڪ مشهور شهر.

**روهَڻ:** م.روڪڻ- رنڊڻ.منع ڪرڻ- جهلڻ- ويساهه گهاتي ڪرڻ.

**روهو:** ذ.تڪليف- ڏاڪڙو.ساڙ.

**روها پٽائڻ:** تڪليفون ڏيڻ.دربدر ڪرڻ.

**روهي:** ث. جبل جو ڪارو پٿر (جيڪو تمام سخت ٿئي، ان مان ڪرلءِ اُڪرا نهن).اوزارکي سِراڻ چاڙهڻ جو پٿر (عموماً ڪاروءِ سخت ٿئي).اُترئين ٿر ۾ زمين جو اهو ورق ءِ اها ايراضيءَ جنهن ۾ هيٺ ڪوتڻ سان پاڻي نه ملي.

**روهيڙو:** ذ.ٿرءِ ڪوهستان واري ايراضيءَ جو هڪ وڻ.

**روهيلا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو (پٺاڻن ۾).

**رُوءِ، رُو:** ث (ف) شڪل- صورت- چهرو- مُنهن.

**رُوئَت:** ث.صورت- شڪل- رُوءِ.نظر- ديد.ديدار- ڏيکاءُ.ڏيٺ ويٺ.

**رُوءِ خَندانُ:** ذ (ف) کِلمک- خوش گفتار.

**رُوئداد:** ث (ف) اکين ڏٺو احوال.رسم رواج.نمونو- قسم.اڳهپار.

**رُوءِ زمين:** ث.زمين جو مٿاڇرو.سڄي زمين.سڄي دنيا.

**رُوءِ سُخن:** ذ.ڪنهن ماڻهوءَ ڏانهن اشارو.خطاب.

**رُوءِ سُوءِ:** ظ(ف)پاڻ مرادو-خودخيال.

**رُوءِ سُوءِ ڪم ڪرڻ:** پنهنجي مرضيءَ موجب ڪم ڪرڻ.

**روئَڻُ، رُئَڻُ:** م.روڄ ڪرڻ.غم ڪرڻ.افسوس ڪرڻ.ڏک ڪرڻ. پڇتائڻ.گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.ماتم ڪرڻ.

**روئڻ پِٽڻ:** رواج راڙو ڪرڻ.واويلا مچائڻ.

**روئندو وتڻ:** دانهون ڪندو رهڻ.گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.افسوس ڪندو رهڻ.

**روئي ڏيڻ:** بي اختيار روئڻ.عاجز ٿيڻ.هار مڃڻ.

**روئي رت هارڻ:** تمام گهڻو روئڻ.

**روئي گذارڻ:** تڪليف ۾ رهڻ-ڏکيو ڪاٽڻ.

**رُوئڻو:** ذ.افسوس-ڏک.شڪايت.گهوڙا گهوڙا.(ص) روئندڙ. گهڻي ڪندڙ.ڏڇتو.

**رُوئڻو روئڻ:** افسوس جو اظهار ڪرڻ.مصيبت جو ذڪر ڪرڻ. شڪايت ڪرڻ.

**رُوئڻهارڪو:** ص.روئڻ جهڙو.اُداس-غمگين.شرمسار.

**رُوئو:** ذ.سارين جي پوک جو هڪ مرض.

**رُوئيدگي:** ث(ف)اوپڙ(ٻوٽن جو)-نسرڻ-ڄمڻ.

**رَوِي:** ذ.سج-شمس-آفتاب.

**رُويا:** ذ(ع)خواب-سپنو-سُهڻو.

**روياءِ صادقہ:** ذ.سچو خواب.

**رُويت:** ث(ع)ڏيکائي-نظر اچڻ.

**رُويَت هلال:** ذ.پهرين تاريخ جو چنڊ ڏسڻ.

**رِوِنيُو:** ذ(انگ)ڍَل وصول ڪندڙ کاتو.ڍَل.

**رَوِيو:** ذ.تارن جو ميڙ.راس چڪر.

**رَوِيو، رَوِيہ:** ذ(ف)رسم-رواج.هلت.روش.

**رَهَ:** ث(ف."راه" جو مخفف)رستو-دڳ-واٽ.

**رِها:** ظ(ف)آزاد-آجو.ڇٽل(قيد کان).

**رُهاڙ:** ث.لَس برسات-رُهي.

**رَهاڪُو:** ص.رهواسي-باشندو-وسندڙ-رهندڙ.

**رِهاڻ:** ث.ڪچهري.مجلس.ڳالهه ٻولهه.وندرواري گفتگو.

**رهائِش، رَهايَش:** ث(ف)قيام-سڪونت.رهڻ جي جاءِ.

**رَهائِڻ:** م.ترسائڻ-ٽڪائڻ.منتوي ڪرڻ.نڀڻ(ياري دوستي).

**رِهائِڻُ:** م.سُونهائڻ-جڳائڻ.واجب هئڻ.مباح هجڻ.جائز ٿيڻ.

**رِهائي:** ث(ف)آزادي-ڇوٽڪارو-نجات.

**رُهبان:** ذ(ع)راهب جو جمع-راهبَ-پادري.

**رُهبانِيَت:** ث(ف)ترڪ دنيا-ويراڳ.پرهيزگاري.رياضت.

**رَهَبرُ:** ص(ف) راه ڏيکاريندڙ. رستي سان وٺي هلندڙ. واٽ ڏيکاريندڙ-گس لائيندڙ.اڳون-سونهون.مددگار.مرشد-هادي.

**رَهبرِي:** ث.اڳواڻي.رهنمائي.مدد-واهر.سُونهپَ.

**رَهپَٽُ:** ذ.پٽڙي گپ-راڦو.

**رَهتَ:** ث.باقي-پاڇي.اوڏر.بقايا.بچت.

**رَهت:** ص.ڏُتڙيل-نڌڻڪو-لاچار.خالي-سکڻو.(ظ) پرئين پاسي-هُن پَر.پرڀرو.

**رَهت ڪرڻ:** نڌڻڪو ڪرڻ.غضب ڪرڻ-ڦرڻ.

**رَهتوانُ:** ص.سلڇڻو-فهميدو-باادب.

**رَهَٽَ:** ث.ٿوري گاهه جي ساوڪ.رَهٽو.

**رَهَٽڻُ:** م.رهڙڻ-ڪنهڻ.گهوٽڻ.

**رَهٽو:** ذ.تنبيه-جهٽڪ.ٻجو-پُوندو.رهڙو.

**رَهراس:** ث.سِک مَت وارن جي شام جي عبادت.

**رَهرَوُ:** (ص)واٽهڙو-مسافر-پانڌي.

**رَهزن:** ص(ف)واٽ تي ڦر ڪندڙ-واٽهڙن کي ڦريندڙ.

**رَهزنِي:** ث.واٽ ويندڙ سان ڦُرَ-لٽ مار.

**رَهڙَ:** ث.جسم تي گهڪي سان ٿيل نشان.رُهنبَ.چِڙٻ-ڏڙڪو.

**رَهڙ ڪڍڻ:** چِڙٻڻ-چيڀڻ.چنڊ ڪڍڻ.ڏڙڪو ڏيڻ.

**رَهڙ رَنو:** ذ.مزوري-پورهيو.

**رَهڙ سَهڙ:** اُبهرائي-اُتاولائي.

**رَهڙَڻُ، رَهڙِڻُ:** م.ڪنهن سخت شيءِ سان جسم کي ڪرڙڻ.رُهنبا پائڻ.رهٽڻ.رانيوٽا پائڻ.لينگها ڪڍڻ.زور سان روڙڻ.

**رَهڙو:** ذ.زمين تي گهلجڻ جو نشانو.رُهنبَ.ڦڏو-تڪرار.

**رَهسُ:** ذ(سن) خوشي.لطف.وندر.رز-ڳجهه.حَرص-لالچ.

**رَهسَڻُ:** م.خوش ٿيڻ.آسودو ٿيڻ.بخت وارو ٿيڻ.

**رَهَڪُ:** ث.سڪونت-قيام گاهه-مڳ-ٽڪاڻو.

**رَهگُذر:** ث(ف)واٽ-گس-سڙڪ-رستو.

**رَهلو:** ذ.گڏ جي هلڻ واري رفاقتءِ رونشو.گڏ هلندڙ سنگت جو ٽولو. ٽولي سان گڏ ڪچهري.

**رَهَن:** ذ(ع)گروي-ڳهو.

**رَهَن مُطلق:** هتوهت گروي.

**رَهَنتَ:** ث.سامت- قرار- ٺهر.ٺند- آرام.آسودگي.

**رهندو:** ص.قانون يا شرع مطابق- جائز- روا.

**رُهندَ:** ث.رهڙ.رانيوٽو.

**رُهندَڻُ:** م.رهڙون پائڻ.رانيوٽا پائڻ.

**رُهندو:** ذ.رهڙ- رانيوٽو.گهڪي جو نشان.

**رَهنُما:** ذ.رهبر- اڳواڻ- پيشوا.

**رَهنُمائي:** ث.اڳواڻي- مهنداري.

**رَهَڻُ:** م.ترسڻ- ٽڪڻ.بچڻ.قائم ٿيڻ.رهجي وڃڻ.

**رَهڻ ڏيڻ:** پنيان ڇڏڻ.بقايا ڪرڻ.هٿ نه لڳائڻ.قائم رکڻ.ڇڏي ڏيڻ.

**رهجي اچڻ:** پريت وارو تعلق قائم رهڻ.

**رهجي وڃڻ:** بچي وڃڻ- باقي بچڻ.ترسي پوڻ.

**رَهڻ سَهڻ:** ذ.رهڻي ڪهڻي- اُٿي ويٺي- نشست برخواست.

**رَهڻي:** ث.رهڻ جو نمونو.هلت- ڍنگ.

**رَهڻي ڪَهڻي:** ث.هلت چلت- اُٿي ويٺي.ريت رسم.

**رَهو:** ذ.ٻوڙ جو لاس- رَس- شوروو.

**رَهو ڪڍڻ:** سخت پورهيو ڪرڻ- آزارڻ.ٿڪائڻ.

**رَهوار:** ذ(ف) تکو گهوڙو.

**رَهواسي:** ص.رهاڪو- وسندڙ- رهندڙ- مڪين.

**رَهوال:** ظ.شروع ٿيل- شروعات ڪيل.

**رَهوَر:** ذ(ف) رهبر- رهنما.

**رُهي:** ث.سياري جو سخت سيءُ (جنهن ۾ هوا سان گڏ ڦڙ ڪِرندا اَٿئي).
سياري جي مند ۾ برسات سان گڏ هواءُ ٺار.

**رُهي ڪرڻ:** برسات جو پِرجي اچڻ.

**رَهيلُ کهيلُ:** ص.بچيل سچيل- باقي- پاڇي.رهجي ويل.

**رَهيلو:** ص.وهٽ جو سکيو پنڌ- رَلو.

**رَهِين:** ذ(ع) گروي ۾ رکيل شيءِ.تابع- ماتحت.

**رَهِينِ منت:** ص.زيرِ احسان- ٿورائتو- ممنون.

**رهي نالو الله جو:** خدا کان سواءِ سڀ ڪجهه فنا آهي.

**رَهيو سهيو:** ص.باقي بچيل- اوگهيو گهم.

**رهيو کُهيو:** ص.آقي باقي- رهيو سهيو.

**رِءَ:** ظ.سچو- اصلي.واجب.حقي.

**رَءُ:** ذ.وَهڪَ (پاڻيءَ جي).قطار.خيال- ويچار.ٻوڙ.شوق- ڪڏ.
موج- ترنگ.واري يا ريتيءَ جو داٽو.ڪکرو.

**رَءُ ڪپڻ:** روڪٿام ڪرڻ- وڏڻ نه ڏيڻ.

**رَءُ ڪڍڻ:** سوڻ- ڪک چوندڻ.گڏ ڪرڻ.

**رِءَ:** ظ.ري- سواءِ- بغير.

**رِءُ:** ذ.ڪُوڙي چندي- مَٺ.

**رُئاٽُ:** ذ.روڄ- روئڻ.

**رُئارَڻُ، رُئاڙَڻُ:** م.روئارڻ.

**رَئجَڻُ:** م.لٽ چڙهڻ- لتجڻ.ريتجڻ.

**رَئڪيٽ:** ث(انگ) ٽينس راند کيڏڻ جو هٿيو.

**رَئن:** ث(انگ) گهوڙي جو لغام.

**رَئُن:** ث.گشت- رائوند- ڦيرو.(ظ) چوطرف- چوگرد.

**رُئَڻُ:** م.روئڻ.روڄ ڪرڻ.افسوس ڪرڻ.

**رُئڻُ پِٽَڻُ:** روڄ راڙو ڪرڻ.دانهون ڪرڻ.دانهڻ- فرياد ڪرڻ.
پِٽ پاراتو ڪرڻ.

**رُئنو:** ص.ٿوريءَ ڳالهه تي روڄ ڪندڙ.ڊڄڻو.

**رُئنهارڪو:** ص.غمگين- ڏکويل- آبديده.

**رَئو:** ذ(ع:رِدا) عورتن جي مٿي ڍڪڻ جو ڪپڙو- پوتي- گندي.

**رَئوف:** ذ(ع) نهايت شفقت ڪندڙ.الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رَئِي:** ث.دز- لَٽ.ڌوڙ- مٽي.غبار.آسمان ۾ چڙهيل مٽي.چانور جو
پيگل ذرو.تکي ڌوڙ (جنهن ۾ مِٽي اُڏامي).

**رَئِي ٿيڻ:** چيهه ڪرڻ.ٽڪڙو ٿيڻ.اجاڙ ٿيڻ.

**رَئِي ڏيڻ:** واويلا مچائڻ- گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.

**رَئِي رَئِي:** ظ.ڏکيو- اَهنجو.مشڪل- وڏي تڪليف سان.

**رَئِي ڪرڻ:** ڌوڙ ڪرڻ.چَٽ ڪرڻ- برباد ڪرڻ.

**رُئِي:** ث.لڙاٽ- ڪوهيڙو- غبار.موڳهارو.پيڇيل ڪپهه.

**رَئيسُ:** ذ(ع) سردار- سالار- اڳواڻ.مالڪ- حاڪم.نواب- امير.

**رئيساڻو:** ص.رئيسن وارو- نوابي.

**رَئِيس عضوا:** بدن جا مکيه عضوا (دل.جگر.ڦڦڙ وغيره).

**ري، رِي:** ظ.بِنا- سواءِ- ڌاران.بي- بلا (عموماً لفظ جي اڳيان
ڪم اچي.جيئن:ري چيو.ري ملهه.ري گناه وغيره).

**ري تعمِيل:** بنا ڪارروائيءَ جي.

**ري چَيو:** ص.اڻ سڏيو- بي دعوتيو.نافرمان.

**ري گُناه:** ظ.هرو ڀرو- ناحق- بي سبب.

**ري مُلهو:** ص.بنا قيمت- منت.بي بها- قيمتي- اَملهه.

**ري واٽو:** ڀٽڪيل- گسر ٿڙيل- گمراه.

**رِيا، رِياءُ:** ذ(ع) ظاهرداري- ڏيکاءُ.ٻيائي- منافقت.طرفداري-
پاسخاطري.

**ريا ڪرڻ**: بيجا پاسخاطري ڪرڻ. طرفداري ڪرڻ. منافقت ڪرڻ.

**رياحُ**: ذ (ع: 'ريح' جو جمع) بادي جوا خراج.

**رياسَت**: ث (ع) راڄ- حڪومت. حڪومت وارو علائقو. آزاد ملڪ. جاگير.

**رياست جَمهوريہ**: ث. رعيتي راڄ- خودمختيار راڄ.

**رِياضُ**: ذ (ع: "روضہ" جو جمع) باغات. مشق- اُتلاتي. جفاڪشي- ڪشالو.

**رياضَت**: ث (ع) محنت. پورهيو. ڪشالو. مشق- ورزش. خصلت- هير- عادت. عبادت- بندگي.

**رياضَتي**: ذ (ع) پرهيزگار- عبدت گذار. ويراڳي. جفاڪش.

**رِياضِي**: ث (ع) انگن ۽ عددن جو علم. حسابن جو علم.

**رياضيدانُ**: ص. حسابن جي علم جو ماهر.

**رِياڪارُ**: ص (ع) منافق. ٺڳ. دغاباز.

**رَياڪاري**: ث. ٺڳي- مڪاري. دنياسازي.

**رِيالَ**: ث (س: رال) ڏوپ- واس.

**رِيالُ**: ذ (ع) عربستان جو سڪو.

**ريال وٺڻ**: پئسا گڏ ڪرڻ- نوٽ ميڙڻ.

**رِيالِي**: ذ. ڪوڙو- رواجي- سادو.

**رِيائِي**: ذ (ع) ريا ڪندڙ- رياڪار.

**ريبُ**: ذ (ع) ٺڳي- مڪر- فريب. دغا. شڪ. گمان.

**ريبائتو**: ص. ڏتاريندڙ- هرڪائيندڙ. موهيندڙ.

**ريبَڻُ**: م. ڏتارڻ- لالچائڻ. برغلائڻ. هرڪائڻ. ٺڳارڻ. موهڻ.

**ريبي**: ص. مڪار- فريبي. زناڪار- لانگ چوٽو.

**ريبارو**: اسم خاص. قاصد. پيغام رسائيندڙ.

**ريباري**: ذ. هڪ قوم ۽ ذات جو نالو.

**ريبڙو**: ذ. پٽڙويٽ- چيدارڏل ڇانور.

**ريپَڙُ**: ذ. گدري جو هڪ قسم (بيضوي نموني گدرو).

**ريپڙي**: ث. ننڍو ريپڙ.

**ريت**: ذ. واري- ريگ- ريتي.

**رِيتَ**: ث. تيلاهين ڪوڏي.

**رِيتَ**: ث. رسم- رواج. هلت. هلي چلي. قاعدو. ترڪيب- اٽڪل. هير. عادت.

**ريت پَت**: ص. ساک. معيار. هلت.

**ريت رسم**: ث. هلي چلي. رسم رواج.

**رِيتائتو**: ظ. رواجي. عام طرح. باقاعدي.

**ريتي**: ث. جابلو علائقي جي مٽي (جيڪا پهڻن جي پورڻ ٿئي). لوهه کي گسائڻ جو اوزار- رواتي.

**ريتيدانُ**: ذ. واريءَ جي ماپ جي پيتي. واريءَ جو گهڙيل.

**ريتيلي**: ص. ريتيءَ واري- وارياسي- ريگستاني (زمين).

**ريٺُ**: ذ. وهندڙ پاڻي جي تري ۾ گڏ ٿيل وارياسي مٽي. درياءَ جي ڇڏيل رڳ واري زمين. (انگ) اگهه- قيمت- مُلهه.

**ريٿڪو**: ذ. رَونشو- وندر- تماشو.

**ريٿَڻُ**: م. رد ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ. ليکي ۾ نه آڻڻ. قبول نه ڪرڻ.

**ريٿو**: ذ. ڳاڙهو ڪپڙو. ڳاڙهو ڪپڙو. ڳاڙهو ڪپڙو. (ص) ڳاڙهو- رَتو. سهٽو رتل.

**ريٿو ٿيڻ**: رَڇڻ- لال ٿيڻ. الاهي عشق ۾ رنگجي وڃڻ.

**ريپبلڪ**: ذ (انگ) جمهوري- عوامي.

**ريجُ**: ذ. آباديءَ کان اڳ زمين کي ڏنل پاڻي. پوک کي پاڻيءَ جي پيچ.

**ريج ڪرڻ**: پوک کان اڳ زمين کي پاڻي ڏيڻ.

**ريجائتو**: ص. ريج ڪيل- رَڇايل.

**ريجالُو**: ص. بدزبان- واهيات. ترڙو. لاڏ ڪوڏ سبب ڪريل بار.

**ريجَڻ**: م. ريج ڏيڻ. ٽڻن کي کير سان پُسائي پوءِ ڏهڻ.

**ريجو**: ذ (ف: ريزه) ڪليل رقم- ڇڙيا پئسا- ريزگاري.

**ريجمينٽ**: ث (انگ) فوج جو دستو- پلٽڻ.

**ريجَن**: ذ (انگ) علائقو- خطو.

**ريجَهه**: ث. پسندي. مرضي. فرحت. راضپو. خوشي. وندر.

**ريجهه رَس**: ث. ميل جول. من پاونا. خوشي- پاپوهه. لاڙو- رغبت.

**ريجَهه رهاڻ**: ث. وندرورونهه- ڪچهري.

**ريجهائتو**: ص. ريڊو- راضي.

**ريجهائڻُ**: م. راضي ڪرڻ- مائل ڪرڻ. وندرائڻ. خوش ڪرڻ. لالچائڻ. پرچائڻ. پرپائڻ.

**ريجَهڻُ**: م. راضي ٿيڻ- خوش ٿيڻ. دل ٿيڻ. پسند اچڻ- وڻڻ. مائل ٿيڻ- موهت ٿيڻ. پرچڻ. پرپڻ. وندرڻ.

**ريجهو، ريجو**: ذ. ڳريل ڏاتوءَ جي ڏنگي ناهڻ جو سانچو.

**ريڇُ**: ذ. قرب- محبت. ڪُپت- ويساهه گهاتي.

**رِيڇَڪُ**: ذ. دل جي چِڪَ- اُمنگ. اوچتو خيال- پُور. جُوجڪي. سوداءُ- خفقان.

**ريڇڪ ڪُڏائڻ**: مستي ڪرڻ- هٽ چُراند ڪرڻ.

**رِيڇڪِي**: ص. مَن موجهي- پُورالو.

**ريڇڻ**: م. ٺڳي ڪرڻ. پيار ڪرڻ.

**ريحَ:** ث(ع) هوا. بادي. تَتُ.

**رَيحانُ:** ذ(ع) هڪ خوشبوءِ دار ٻوٽو- نازبوءِ.

**ريحانہ:** ث. عورت جو نالو.

**ريخَ:** ث (سن: ريکا) لِيڪو. لڪير (هٿ جي). ليڪ- سٽ. بنياد-نسل.

**ريختَنُ:** م. ٻڪيڙڻ. ڪنديرڻ- چڙو چڙ ڪرڻ.

**ريختو:** ص(ف: ريختہ) ڪچو- خام- اڻ پڪل. راڳ جي هڪ سُر جو نالو.

**ريختہ، ريختي:** ص (ف) ڪريل. هاريل. چڙوچڙ- پڪڙيل. (ث) آڳاٽي اڙدو ٻولي ۾ چيل نظم.

**ريڏو:** ذ. رشوت- وَڍي. ٻِنگ. حرام مال.

**ريڏائي:** ث. رَسامو. ڏنگائي. تڪرار- جهيڙو.

**ريڏو:** ذ. ڏنگ- تڪرار- ضد. ڪوٺ- ڪُپت.

**ريڊ:** ص(انگ) ڳاڙهو- سُرخ.

**ريڊ ڪراس:** ذ(انگ) ڳاڙهو منڊيڙو- صحت ڪاتي جي نشاني.

**ريڊ ڪراس سُوسائٽي:** ث (انگ) لڙائي ۾ زخميلن جي خدمت ڪندڙ جماعت- انجمن صليب احمر.

**ريڊار:** ذ(انگ) زمين دوز جاسوسي دوربين.

**ريڊرُ:** ذ(انگ) ابتدائي درسي ڪتاب.

**ريڊي:** ص(انگ) تيار- متعد. حاضر. موجود.

**ريڊي ميڊ:** ذ. نهيل نڪيل. سبيل ڪپڙو.

**ريڊيئيٽر:** ذ(انگ) موٽر جي انجڻ کي ٿڌو رکندڙ اوزار.

**ريڊيڪَل:** ص (انگ) روشن خيال. (اسم خاص) انگلينڊ جي مدبرن جو هڪ آزاد سياسي فرقو.

**ريڊيَم:** ذ(انگ) ذ(انگ) دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ قيمتي ڌاتو.

**ريڊيو:** ذ(انگ) آواز جهٽڻ جو هڪ عام مشهور اوزار (مشين).

**ريڊارُ:** ص. رڊون چاريندڙ- رڊون ڌاريندڙ.

**ريڊو:** ص. رڊن جو (گوشت. پاڻ وغيره).

**ريڙَ:** ث. ڪپڙي جي پَٽي يا ٽڪري- ليڙ. اڱڙي- ٽڪڙي.

**ريڙَ پيڙَ:** ث. بار جي دانهن ڪوڪ. ڪيتو. ڏانڌل. تڪرار. حجت بازي. گهيي.

**ريڙَ پيڙَ ڪرڻ:** چڪ تاڻ ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ- گهل گينداڙ ڪرڻ. ڪنجهڻ ڪرڪڻ.

**ريڙهه:** ث. چورڻ يا سيرڻ جو عمل- ڌڪو- ٺيلهو.

**ريڙهه جي هڏي:** ث. ڪرنگهي واري هڏي- ڪرنگهو.

**ريڙهڻُ:** م. چورڻ- سيرڻ. اڳتي ڌڪڻ. ڪسڪائڻ.

**ريڙهو:** ذ. گسڪو. ٺيلهو. ٻارڙي کي پنڌ سيکارڻ جو گاڏو. سامان ڍوئڻ لاءِ هڪ قسم جي گهوڙي گاڏي.

**ريڙهي:** ث. گسڪو. ٻانبڙو (ٻار جو).

**ريڙهيون پائڻ:** ٻانبڙا پائي هلڻ (ننڍڙن ٻارڙن وانگر). گسريءَ ڏيئي هلڻ.

**ريز:** ص (ف) وهائيندڙ- ڳاڙيندڙ. پکيڙيندڙ (صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ. جيئن: گلريز. اشڪريز وغيره).

**ريزَ:** ث. (ف) ڳِٽِن وجائڻ- نغمه سرائي.

**ريزالو:** ص(ع: رذيل) ڪميتو. هلڪي طبيعت وارو- ترڙو.

**ريزر:** ذ(انگ) سيفٽي- پاڪي.

**ريزربليڊ:** سيفٽي ۾ استعمال ٿيندڙ وارن ڪوڙڻ جو پَتُ.

**ريزَش:** ث(ف) زڪام- نزلو- ڳاڙو. نَڪ وهڻ.

**ريزڪي:** ث(ف: ريزگي) ڪليل رقم. چڙيو واپار.

**ريزگاري:** ث. ريجو- متيل رقم- ڪليل پئسا.

**ريزو:** ذ(ف) ريجو- متيل رقم. ٽورو ذرو- ٽورو ٽڪر. پرزو.

**ريزه:** ذ(ف) ٽڪرو. ذرو. پورُ. ٽورو ذرو.

**ريزه ريزه:** ظ. ٽڪر ٽڪر- ذرا ذرا.

**ريزوليشن:** ذ(انگ) نهراءَ- قرارداد- تجويز.

**ريزي:** ث (ف) وهائڻ. وکيرڻ (مرڪبن جي پڇاڙي ۾ ايندڙ. مثلاً: عرق ريزي. خونريزي وغيره).

**ريزيڊنٽ:** ذ (انگ) رهاڪو- مقيم- رهواسي. (غير رياست ۾) سياسي نمائندو.

**ريزيڊنسي:** ث(انگ) رهائشگاه- آستانو.

**ريس:** ث. برابري- مقابلو. رشڪ- هُوسَ. حسد.

**ريس ڪرڻ:** حسد ڪرڻ- ساڙ کائڻ. هَمسري ڪرڻ. برابري ڪرڻ.

**ريسارو:** ص. ريس ڪندڙ. حسد ڪندڙ.

**ريسال:** ث. زمين جي اندرئين وَٽ- ريج.

**ريسائڻ:** م. ريس ڏيارڻ. سينو ساهڻ.

**ريسٽ:** ث(انگ) آرام. ساهي.

**ريسٽ هائوس:** ذ. آرامگاه. آفيسرن جي رهڻ لاءِ جاءِ.

**ريسٽورينٽ:** ذ(انگ) کاڌي ۽ چانهه جي هوٽل.

**ريس ڪورس:** ذ(انگ) گهوڙ ڊوڙ جو ميدان.

**ريسرچ:** ث(انگ) تحقيق- تحقيقي ڪم.

**ريسرچ فيلو:** ذ. تحقيقي ڪم ۾ مددگار.

**رِيسَڻ:** م. چِتاپيتي ڪرڻ. حسد ڪرڻ- ساڙ ڪرڻ.

**رِيش:** ث (ف) ڏاڙهي- ڏاڙهيءَ جا وار.

**رِيشائيل:** ص. وڏي ڏاڙهيءَ وارو.

**رِيشم:** ذ (ف) پَٽ- حرير. پَشم.

**رِيشم فروش:** ص. پَٽ وڪڻندڙ- پٽولي.

**رِيشمان:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**رِيشمي:** ص. پَٽ جو- پٽ مان ٺهيل (ڪپڙو).

**رِيشو:** ذ (ف) سَٽَ جي تند. چارو. وڻ جو تاندورو. زخم مان وهندڙ رَتُ پُونءِ.

**رِيشه دَواني:** ث. مستي- شرارت. فساد وجهڻ جون اٽڪلون.

**رِيشه خطمي:** ص. گهڻو ڪنندڙ. خوش. ريجهي ويل.

**ربع:** ث (ع) ڊِل جي شرح. نرخ- اگهه.

**ربع بندي:** ث (ع) ڊِل جي شرح جو نقشو.

**ربعان:** ث (ع) ڦوهه جواني- جوڀن. ڪنهن شيءِ جو بهتر حصو.

**ريفري:** ذ (انگ) راندين ۾ فيصلو ڪندڙ رانديگر.

**ريفريجريٽر:** ذ (انگ) ٿڌ پيدا ڪندڙ برقي الماري (جنهن ۾ کائڻ پيئڻ جون شيون ڳرڻ سڙڻ کان محفوظ رهن).

**ريفريشمينٽ:** ث (انگ) هلڪو ڪَڌو. فرحت- آسائش.

**ريڪ:** ث (ف: ريخ) دست- اسهال.

**ريڪ:** ذ (انگ) جارو (ديوار وغيره ۾).

**ريڪٽر:** ذ (انگ) يونيورسٽي يا اعلي تعليمي اداري جو ناظم.

**ريکا:** ث (سن) ليڪ- خط- ڌاري.

**ريکڻ:** م. جهڳڙو ڪرڻ- ڦڏو ڪرڻ.

**ريگ:** ث (ف) واري- ريتي.

**ريگِ روان:** اُڏامندڙ واري.

**ريگڙيارو:** ص. پيوت. جوڳي. سنياسي.

**ريگزار:** ص (ف) رڻ پٽ- صحرا.

**ريگستان:** ذ (ف) رڻ پٽ- صحرا. واريءَ وارو علائقو- ٿر.

**ريگمال:** ذ (ف) ڪاٺ کي صاف ۽ لسي ڪرڻ لاءِ ريتي يا شيشي لڳل ڪاغذ.

**ريگمال هڻڻ:** لسو ڪرڻ. پالش ڪرڻ.

**ريگماهي:** ث (ف) ڳوهه- پَٽ مڇي.

**ريگيوليشن:** ذ (انگ) قاعدو- قانون- ضابطو.

**ريڳاڙ:** ذ. ڦٽ يا زخم مان وهندڙ رَتُ پُونءِ.

**ريڳاڙو:** ذ. ڦڙو ڦڙو ٿي وهڻ- ڳاڙو.

**ريڳاڙي:** ث. وهندڙ رس. وات مان وهندڙ ڳگ.

**ريڳڙيارو:** ص. واريءَ سان پيوت. چنل گوڏڙين وارو فقير.

**ريڳڙيون پٽڻ:** منجهڻ- گمراهه ڪرڻ.

**ريگهي:** ث. لالچ- لوڀ. اٽڪل بازي. ڏاهپ.

**ريل:** ث. گهڻائي- جهاجهه. هيٺاهين ۽ آباد زمين- وادي. ويءَ- چراگاهه. سيلابي زمين. ٻوڏ- اٿل. برهرو.

**ريل چيل:** ص. گهڻو- زياده. عام جام.

**ريل، ريلُ:** ث. سَٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو گول ڦيٿو- ڦِرِڪي. خالي نَڙي (سَٽ ويڙهڻ لاءِ).

**ريل:** ذ (انگ) ريل گاڏيءَ جو رستو- پٽڙي- ريلوي لائين.

**ريل گاڏي:** ث. آگ گاڏي- ٽرين.

**ريلڻ:** م. اٿلڻ (پاڻي). اٿل ڪري ٻوڙڻ (زمين). ڌڪڻ- ٺيلهڻ.

**ريلو:** ذ. وَهڪ- وهڪرو. پيشاب- ناڙا ڇوڙ.

**ريلا ڏيڻ:** پلٽا ڏيڻ (پاڻيءَ جو). سڪ پيدا ٿيڻ- لاڙو ٿيڻ.

**ريلي پوڻ:** ص. زمين تان ريلو ڪري وهندڙ (مينهن جو پاڻي).

**ريلوائي:** ث (انگ) ريلوي لائين. ريل گاڏي.

**ريلي:** ث (انگ) فوج يا اسڪائوٽن جي اجتماع. هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ويندڙ عوامي اجتماع.

**ريم:** ذ (انگ) ڪاغذن جي ويهن دستن جو بنڊل- رِم.

**ريما راشي:** ظ. رضا خوشي. سچ پچ.

**ريميا:** ث (ف) اهو خيالي علم جنهن جي زور سان انسان ڪنهن بـ هنڌ هليو وڃي.

**رِين:** ث. رات- شب- ليل. (انگ) گهوڙي جي واڳ.

**رِين بسيرو:** ذ. رات گذارو- شب باشي.

**رينٽ:** ذ (انگ) مسواڙ- ڪرايو.

**رينج:** ذ (انگ) مفاصلو (بندوق وغيره جي مار جو). حد بندي.

**رينجر:** ث (انگ) سوار فوج (جيڪا جنگ جي ميدان ۾ نه وڙهي).

**رين رين:** ث. ٻار جي روئڻ يا ڪنهن ساز جو آواز.

**رينڪ:** ذ (انگ) عهدو- منصب.

**رينگ:** ث. رين رين. رينڪ. ڪر ڪرڻ يا ڪنجهڻ جو آواز.

**رينگٽ:** ذ. روح- سنهي آواز سان رئڻ. ڪر ڪر- گهٻي- ڪيٺو.

**رينگو:** ذ. رينگٽ- رين رين.

**رينگو هلڻ:** روح جاري رهڻ- ڪُر ڪُر نه وڃڻ.

**رينهن شينهن:** ص. شينهن مڙس- جنگ.

**ريڻ، ريٺي:** ث. درياءَ مان ڦاٽي نڪتل وهڪرو- ڦاٽ. مينهن جي پاڻيءَ جو وهڪرو. ميرپور ماٿيلي وٽان سنڌو درياءَ جي ماضيءَ جو وهڪرو.

**ريٺي:** ث.سرَ- چَڪي (سون يا چانديءَ جي).

**ريوڙي:** ث.کنڊ ۽ ترن مان ٺهيل مٺائي.

**ريوڙيون ورهائجڻ:** مفت جو مال ملڻ. بنا پورهئي جي ملڻ.

**رِيون:** ث. چانورن جا ڏرا.پکيل چانور-اڏڙ.

**ريوند چيني:** ث(ف) هڪ قسم جو پسار ڪووکر.

**رِيويُو:** ذ(انگ) تبصرو- تقريظ (ڪتاب تي).

**ريھ:** ث. مُڇن يا ڏاڙهيءَ جي اڇن وارا اوائلي وار (جيڪي تمام نرم ۽ ساوڙ تي ڏيکائي ڏين).

**ريھ لهڻ:** ڏاڙهي اچڻ.

**رِيھَ:** ث.رڙ- دانهن.واڪو.

**رِيهون ڪرڻ:** دانهون ڪرڻ- رڙيون ڪرڻ. فرياد ڪرڻ. هل ڪرڻ.

**رِيهاٽُ:** ذ. وڏي رڙ- دانهن.رُنبي.

**ريهائڻ:** جائز هجڻ. حلال هجڻ.رائج هجڻ.

**ريھ رَمز:** ث.موهيندڙ ڍنگ- محبوبا تو انداز.

**ريھُ:** ذ.ڌاتو (ڳهه،ٿانءُ وغيره) کي مصالحي جو ڳنڍ- ٽاڪو.

**ريجهڻ:** ڳنڍجڻ- جُڙڻ- ريھ اچڻ.

**ريهَرسَل:** ث (انگ) اڳواٽ مشق (ڊرامي وغيره جي).

**ريهَڻُ:** م. ريھ ڏين (ڳهه. ڌاتو وغيره کي)- ٽاڪو ڏين. ڳنڍڻ- جوڙڻ.ريجهائڻ- هرڪائڻ.ڏتارڻ.

**ريهڻ ريبڻ:** پرچائڻ سرچائڻ.لالچائڻ- ڏتارڻ.

**ريهو:** ذ.آرام- فرحت.پيوند- ڳنڍ.(ص) وتندڙ- ريجهائيندڙ.

**ريءُ:** ذ.غم- گوندر.ماتم- روڄ.رياءَ.

> **ڙ**
>
> ڙ: ث. اُچار "ڙي". سنڌي "الف- بي" جو چويهون اکر. "ڙي" جو مخفف (جيڪو مخاطب تين ۾ ڪم اچي). هن اکر جي شرعات سان ڪو به لفظ بوليءَ ۾ ڪونهي.



**ز:** ث. اُچار "زي". سنڌي "الف- بي" جو ستاويهون اکر. فارسيءَ جو تيرهون ۽ عربي الف- بي جو يارهون اکر. ابجد موجب عدد (7).

**زابرُ:** ص(ع: جبر) زبردست.ڏاڍو. جابر.

**زاد:** ص (ف) صفاتي پڇاڙي جيڪا ڄڻيل جي معنيٰ ڏيکاري. جيئن "آدمزاد.پريزاد.وغيره".

**زاد بُوم:** ذ. ڄمڻ جو هنڌ- جنم ڀومي.

**زادُ:** ذ(ع) راهه جو ٿمر- توشو.(ص) ڄڻيل- اولاد.

**زادبُود:** ذ.سامان سڙو- مال متاع- مَڏي.

**زاد راهه:** ذ.سفر جو سمر.

**زاد عقبيٰ:** ذ.آخرت جو سمر- نيڪ عمل.

**زادو:** ص(ف:زاده) ڄڻيل.اولاد.(ث.زادي).

**زار:** ص(ف) روئندڙ.مصيبت جو ماريل.اُپرو- ضعيف.(ذ) گهڻائي. اها جاءِ جتي ڪنهن شيءِ جي گهڻائي هجي. جيئن "گلزار.لالزار وغيره".

**زاروزار، زار و قطار:** ظ.تمام گهڻو.تمام گهڻو روئڻ.روڄ- زاري.

**زار و نزار:** ص.تمام گهڻو ضعيف- بلڪل ڪمزور.

**زار:** ذ(انگ) روس جي بادشاهن جو لقب.

**زاري:** ث(ف) روڄ- پٽڪو.منٿ.آزي نيازي.

**زاري هڻڻ:** پيٽي نه هڻڻ- مجال هڻڻ.

**زاغُ:** ذ(ف) ڪانءُ.

**زافُ:** ص.نابود- فنا.بيخود.تباهه.

**زالَ:** ث(ف) عورت.گهرواري- جوءِ.رستم پهلوان جي پيءُ جو نالو.

**زالائو:** ص.زال جهڙو- زنانو.نامرد.

**زالائي:** ث.ماهواري- حيض- ڪپڙا.

**زالين مُڙسين:** سڀئي- هڙئي- آڪهه جي آڪهه.

**زانُو:** ذ(ف) ران- سٿر- جوٽ.گوڏو.

**زانُو پٽڻ:** ماتم ڪرڻ- سٿرن تي ڌڪ هڻڻ.

**زَنِي:** ص(ع) زنا ڪندڙ- بد ڪار.

**زَويه، زاويہ:** ذ(ع) ڪُنڊ.

**زاهِدُ:** ص(ع) دنيا کان الڳ رهندڙ- تارڪ- زُهد وارو.

**زاهد خُشڪ**: ص.ڪٽر مُلان.

**زاهده**: ث.پرهيزگار عورت.

**زائچو**: ذ(ف:زائچہ) جنم پتري.رَمل جون شڪليون.

**زائدُ**: ص(ع) زياده-وڌيڪ.بچيل.وڌيل.اجايو-فالتو.

**زائد التوصَف**: ظ.تعريف کان ٻاهر.

**زائد المعياد**: مدوو ڏي ويل (معاملو).

**زائرُ**: ص(ع) زيارتي-زيارت لاءِ ويندڙ-جاتري.

**زائرين**: ذ.زيارتي (زائر جو جمع)

**زائفان**: ث(ع:ضعيف) عورت.زال.

**زائلَ**: ص(ع) پري ٿيندڙ.ختم.ضايع.

**زائڻ**: م.پائڻ-سمجهڻ.

**زائيدَه**: ص(ف) ڄڻيل-پيدا ٿيل.

**زَبانَ، زُبانَ**: ث(ف:زبن) جيڀ-لسان.ٻولي-ڀاشا.واعدو-ٻول.

**زبان اُٿلڻ**: ڳالهه ٻولهه ڪرڻ.ڳالهائڻ جهڙو ٿيڻ.

**زبان بند ٿيڻ**: ڳالهائڻ جي قوت ختم ٿيڻ. ڪنهن جي سامهون رعب سبب ڳالهائي نه سگهڻ.

**زبان پَچڻ**: انجام ٽوڙڻ-قول نه پاڙڻ.

**زبان تي آڻڻ**: بيان ڪرڻ-ظاهر ڪرڻ.

**زبان تي چڙهڻ**: وري وري اُچارجڻ.ياد پوڻ.ورد ٿيڻ.

**زبان تي مُهر هڻڻ**: رواجي ڳالهه کان وڌيڪ نه ڳالهائڻ. هيسي ڇڏڻ-دٻائي رکڻ.

**زَبان ڏيڻ**: واعدو ڪرڻ-انجام ڪرڻ.

**زَبان زَد ٿيڻ**: عام ماڻهن ۾ مشهور ٿيڻ.

**زبان سِبڻ**: نه ڪڇڻ-چُپ رهڻ.

**زبان سنڀالڻ**: سوچي سمجهي ڳالهائڻ.خاموش رهڻ.

**زبان ڪڍي ڇڏڻ**: سخت سزا ڏيڻ.

**زبان ڪرڻ**: انجام ڪرڻ-واعدو ڪرڻ.

**زبان کي پاٽي ڏيڻ**: انجام پورو ڪرڻ.واعدو وفا ڪرڻ.

**زبان ۾ ڇالا پوڻ**: ڳالهائي نه سگهڻ.دردپريو داستان هڻڻ.

**زبان نه گسڻ**: ڪابه تڪليف نه ٿيڻ.

**زَبان هلائڻ**: چوڻ-ڪڇڻ.ڳالهائڻ. حڪم ڪرڻ.گهڻو ڳالهائڻ. اجايو ڳالهائڻ.

**زبان آور**: ص(ف) خوش بيان-شيرين زبان.شاعر.

**زبانا**: ظ.زبان سان.(شاهه)

**زَبان بَندي**: ث(ف) خاموشي-چُپ-ماٺ.

**زَباندان**: ص(ف) ٻوليءَ جو ڄاڻو.ٻولين جو ڄاڻو ۽ ماهر.

**زَبانداني**: ص(ف) ٻوليءَ جي ڄاڻ.علم اللسان.

**زبان دَراز**: ص (ف) گهڻو ڳالهائيندڙ. بڪواسي. گاريون ڏيندڙ.گستاخ.

**زَبان دَرازي**: ث.اجايو ڳالهائڻ.بدزباني-گستاخي.گارگند.

**زبان درازي ڪرڻ**: گستاخي ڪرڻ.فحش بَڪڻ.

**زَبانو**: ذ(ف) چمڙي جو ڪشو يا پٽو.

**زَباني**: ث(ف) شاهدي-گواهي-بيان.(ص) چيل.ٻڌل.ٻرزبان.

**زَباني امتحان**: ذ.زباني پڇا وارو امتحان.

**زباني جمع خرچ**: خيالي پُلاءُ.فقط ڳالهيون.

**زَباني حساب**: ذ.ٻنا لکڻ جي پڇڻ وارو حساب.

**زباني ڳالهيون**: اهي ڳالهيون جن تي عمل نه ڪجي (نه ٿئي)-لفظي.

**زَبَر**: ظ(ف: اِزبر جو مخفف) مٿي-مٿان.ڳرو.ڏاڍو.(ث) گرامر موجب اکر جي مٿان "َ" آواز وارو اچار ڏيکاريندڙ نشاني.(ع: ضرب جي اُبت) ڌڪ-گهاءُ.

**زَبَرُ**: ص(ف) مٿاهون.اعلي.ڳرو.ڏاڍو.

**زَبردَست**: ص (ف) زور وارو-ڏاڍو. بالا-اعلي (اختيار وارو). سگهارو.طاقتور.ظالم.مٿاهون.

**زَبردَستي**: ث.ڏاڍ-جَبر.ظلم.ڏاڍائي.

**زَبردستي ڪرڻ**: زوري ڪرڻ.ڏاڍمڙسي ڪرڻ.ظلم ڪرڻ.

**زَبر زَنگ**: ص.زوراور.اڙٻنگ-سورهيه.

**زَبرو**: ص(ع.جبرو) ڏاڍو.زبردست.سگهارو.ڳرو.

**زَبرجَد**: ذ(ع.ف) هيري جو قسم-زمرد.

**زَبور**: ذ(ع) حضرت دائود عليه السلام تي نازل ٿيل الهامي ڪتاب.

**زُبون**: ص(ف) تباهه.چٽ.برباد.هيٺو.

**زُبوني**: ث.پڇي پري خراب ٿيڻ جي حالت.تباهي.

**زُبيدَه**: اسم خاص.عورت جو نالو.

**زَٽُ، زَٽَلُ**: ذ.ڪوڙ-ٻٽاڪ.

**زَٽ شَٽ**: ذ.ٻٽاڪ سٽاڪ.چرچو مسخري.

**زَٽ ٿيڻ**: ڪوڙجڻ-ٺوڪجڻ-ٻَمجڻ.

**زَٽُ هڻڻ**: ٻٽ ڪون هڻڻ-ڪوڙ هڻڻ.

**زَٽَل قافيو**: ذ.ناموزون شعر.گپ شپ.

**زَٽلي**: ث.ٻٽ ڪي-ڏاڙي-لٻاڙي.

**زَٽڻ**: م.ڪيهڪي سٽڻ-پچڻ.

**زِٽو**: ص.ٻندر و ٿلهو (قد جو)-گهٽڪي.

**زَپُ:** ذ. ڪرڻ يا ڏڪ جو آواز- ٺهڪو. (ظ) ڏو- چَپُ.

**زپُ:** ٿ (انگ) زنجير.

**زَپڙاٽُ، زَپڪو:** ذ. ٺهڪو. دَٻڪو.

**زَپڪو لائڻ:** زور سان لاڳيتو ڏڪ هڻڻ.

**زچُ:** ص. عاجز- بيوس. ڪَڪُ.

**زَچه:** ٿ (ف) هڪ ٻيڙ لڌل عورت- ويايل عورت.

**زَچه خانه:** ذ. ويم گهر.

**زَچگي:** ٿ. هڪ ٻيڙ لهڻ- ويامڻ (عورت).

**زُحلُ:** ذ (ع) نظام شمسيءَ جو هڪ گرهه- ڇنڇر.

**زَحمت:** ٿ (ع) مصيبت. تڪليف. محنت. پريشاني. مرض- بيماري.

**زحمت ڪرڻ:** تڪليف برداشت ڪرڻ. مصيبت سهڻ.

**زَخار:** ص (ع) ٺمٺار (پاڻيءَ سان). ڇوليون هڻندڙ (درياءُ).

**زَخرف:** ذ (ع) سون. سونو سينگار.

**زَخمُ:** ذ (ف) گهاءُ. چير- وَڍُ. صدمو.

**زَخم پَرجڻ:** ڦٽ جو ڇٽڻ.

**زخم تازو ٿيڻ:** گذريل صدمو ياد پوڻ.

**زخم تي لوڻ ٻُرڪڻ:** سُتل سُور جاڳائڻ.

**زَخم خورده:** ص. زخمي- گهايل- مجروح.

**زخم دوزي:** ٿ. زخمن جي مرهم پٽي- زخم سبڻ.

**زَخم ڪاري:** ذ. اونهو زخم- گهرو گهاءُ.

**زَخمجَڻُ:** م. گهائجڻ- ڦٽجڻ. ڏڪوئجڻ.

**زَخمڻُ:** م. ڦٽڻ- زخمي ڪرڻ. رنجائڻ- ڏڪوئڻ.

**زَخمي:** ص (ف) گهايل- ڦٽيل- مجروح.

**زَد:** ٿ (ف) چوٽ- ڌَڪ- نشانو.

**زَد ۾ اچڻ:** نشاني ۾ اچڻ- مار ۾ اچڻ.

**زَدگان:** ص (ف: 'زده' جو جمع) صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ. جيئن "مصيبت زدگان".

**زَدگي:** ٿ (ف) مارَ- چوٽ. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ. جيئن "آفت زَدگي".

**زَدَني:** ص (ف) مارڻ جي لائق- قتل جي لائق. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم اچي. جيئن "گردن زدني".

**زدوڪوب:** ٿ (ف) مارڪُٽَ.

**زَدَه:** ص (ف) ماريل- ڌڪيل. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ. جيئن "آفت زده، مصيبت زده وغيره".

**زَر:** ٿ (ف) سونُ- طلا. دولت- ناڻو.

**زَر لُٽائڻ:** دولت اُڏائڻ. عيش ڪرڻ.

**زَرُ:** ص. تيز ڪاوڙيل- ٻر. تيز- تکو. ڏاڍو مهانگو.

**زر چڙهڻ:** ڏاڍو مهانگو ٿيڻ.

**زر تي وڃڻ:** تپي وڃڻ- غصي ۾ اچڻ.

**زَراعَت:** ٿ (ع) پوک- کيتي. هارپ.

**زراعَت پيشه:** ص. هارپو ڪندڙ- هاري.

**زَراف:** ذ (ف) آفريڪا جي جهنگن ۾ ٿيندڙ جانور جو هڪ قسم.

**زَر اَفشان:** ص (ف) چمڪندڙ. سون وانگر جَرڪندڙ.

**زَرباف، زَر بافت:** ص (ف) زريءَ جو پرت ڪندڙ- زردوز.

**زر بافي:** ٿ (ف) سوني تار سان پرت يا اُتاوت جو ڪم.

**زَربفت:** ذ (ف) سون ۽ ريشمي تندن سان اُتيل ڪپڙو- ڏماچ- ڪيمخواب.

**زَرتار:** ٿ (ف) زريءَ جي تارن وارو ڪپڙو- ڪيمخواب.

**زَرتُشت، زَردَشت:** ذ (ف) عقل ڪُل. نورالاهي. روح. قديم ايران جو هڪ مشهور سُڌارڪ (جيڪو پارسي مذهب جو باني هو.)

**زَر پيشگي:** ٿ (ف) سُوٿي- سؤدي لاءِ اڳواٽ ڏنل رقم.

**زَرخَريد:** ص (ف) ناڻي سان ورتل- مُلهه ورتل.

**زَرخيز:** ص (ف) دولت اُپائيندڙ. سرسبز- آباد.

**زَرخيزي:** ٿ. آبادي- سرسبزي. خوشحالي.

**زَرد:** ص (ف) سونهري- پيلو. هيڊو- ڦِڪو.

**زَردار:** (ف) دولتمند- تونگر- شاهوڪار. امير.

**زَرداري:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**زَردالُو:** ذ (ف) ميوي جو هڪ قسم.

**زَردانُ:** ٿ. هيڊاڻ- ڦڪائي. يرقان- سائي (بيماري).

**زَردُ رو:** ص (ف) ڦِڪو. شرمسار- لڄي. ڏٺل.

**زَرد روئي:** ٿ. شرمساري. ڪمزوري.

**زَردو:** ذ (ف: زَردَه) زعفران جي رنگ ۾ رڌل مِٺا چانور- چاشني. (ص) پيلو- هيڊو.

**زَر دُوزُ:** ص (ف) زَريءَ جو پرت ڪندڙ.

**زَر دوزي:** ٿ. زَريءَ جو پرت.

**زَر دوست:** ص. دولت سان پيار ڪندڙ. لالچي- لوڀي.

**زَردي:** (ف) پيلاڻ- ڦِڪائي. بيضي جو اندريون پيلو مادو.

**زَرديُون:** ٿ. گهوڙي جي ڏندن ۾ ڪارا داغ (جن مان ڄمار

معلوم ڪجي).

**زِرِشڪ:** ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**زَرع:** ٿ(ع) پوک - کيتي.

**زرعِي:** ص. پوک لائق. پوک ۾ ڪم ايندڙ (زمين. ٻج وغيره).

**زَرق بَرق:** ذ(ع) شان شوڪت.

**زرڪوبُ:** ص(ف) سون چاندي جا ورق ٺاهيندڙ.

**زَرگر:** ص(ف) سونارو.

**زرگرِي:** ٿ. سونارڪو ڪم.

**زَرِ مالگُذاري:** ٿ. ڍل واري رقم.

**زَرِ مُبادله:** ذ. بين الاقوامي واپر روارو سِڪو.

**زَرناب:** ذ. نج سون.

**زَرنُبادُ:** ذ(ف) پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**زَرنگار:** ص(ف) سونهري - طلائي (ڪم). منقش.

**زَرنِگاري:** ٿ. سونو ڪم (پرت). سونو پاڻي (چاڙهڻ جو ڪم). ملمع سازي.

**زِرَڻ:** م. ڪِرڻ. وَهڻ - وَهي وڃڻ. ذرو ذرو ٿيڻ.

**زُرو:** ذ(ع: جَره) باز جو هڪ قسم.

**زِرِهَ:** ذ(ف) فولاد جي زنجيرن يا ڇلن مان ٺهيل ڪُڙتو (جيڪو لڙائي ۾ تلوار جي بچاءَ ڪان پائجي) - پاکر.

**زِرِهَ پوش:** ص. زره پاتل - پاکر پاتل.

**زَرِي:** ٿ(ف) سون مان ٺهيل تند (جيڪا پرت پرڻ ۾ ڪم اچي) - ڪلابت - مُقيش.

**زَرِين:** ص(ف) سونو - سون جو - سونهري. قيمتي.

**زَرِينه:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**زِشتُ:** ص(ف) بدشڪل - بڇڙو. بُرو.

**زِشت خُو:** ص. بدمزاج.

**زِشت خوئِي:** ٿ. رُک مُنهائي - بدمزاجي.

**زَعفران:** ٿ(ع) هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جو گل (جيڪو خوشبودار ٿئي). زعفران جي گل جو ٻُورو - ڪَسير.

**زعفرانِي:** ص. زعفران جي رنگ (نارنگي) جو - ڪَيسري.

**زَعم، زُعم:** ذ(ع) گمان - خيال. تڪبر - غرور.

**زُعما:** ذ(ع) "زَعيم" جو جمع - اڳوانَ.

**زَعيم:** ذ(ع) رهنما - اڳواڻ - ليڊر.

**زَقَند:** ٿ(ف) ڇال - ٽپ - ٽِپ.

**زَڪَ:** ٿ(ع) شڪست - هار. هلڪڙائي. شرمساري. نقصان. ذلت. بيعزتي.

**زڪُ:** ص. ڀريل - ڀُر. متارو - سيرو. تمام سخت - پختو.

**زُڪامُ:** ذ(ع) مغز ۽ نڪ جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ريزش ٿئي).

**زَڪواة:** ٿ(ع) خيرات. صدقو. سال جي بچت مان خدا جي راهه ۾ ڪڍيل چاليهين پَتي.

**زَڪِي:** ص(ع) نج - نرمل - نسورو. کرو - ٽڪو.

**زُگو:** ذ. ڊاڙ - ٻٽاڪ - لباڙ.

**زُگا هڻڻ:** ڊاڙون هڻڻ - ٻٽاڪون هڻڻ.

**زَل:** ص. سخت تتل - سخت گرم.

**زَل ٻارڻ:** فساد وڌائڻ. ظلم ڪرڻ.

**زُلال:** ذ(ع) صاف ۽ مٺو پاڻي.

**زلزلو:** ذ(ع) زمين جو ڌوڏو - ڌٻَ. ترٿلو.

**زُلَفَ:** ذ(ف) لڙئي وٽ لٽڪندڙ وارن جي چڳَ - جاد. وار - ڪاڪُلَ - گيسُو. ڳُنڍيل وار.

**زُلف پريشان:** ذ. کُليل وار.

**زُلفِ تابدار:** ذ. چمڪندڙ. ڪارا ۽ گهنڊيدار وار.

**زُلفِي:** ٿ. وارن جي چڳ. چوٽي - انگوڙو.

**زُليخا:** اسم خاص. عورت جو نالو. مصر جي راڻي (جيڪا حضرت يوسف عليه السلام تي عاشق هئي). (ڪنايتاً) تمام حسين عورت.

**زِمام:** ٿ(ع) واڳ - لغام.

**زِمامِ اختيار:** اختياري يا حڪومت جي واڳ ڏور.

**زمانُ:** ذ(ع) زمنو - وقت - دور.

**زَمان حالُ:** ذ. هلندڙ وقت. گرامر ۾ هلندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.

**زَمانُ ماضي:** ذ. گذريل وقت. گرامر موجب گذريل وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.

**زمان مستقبل:** ذ. ايندڙ وقت. گرامر موجب ايندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.

**زمانو:** ذ(ع: زمن) وقت - دور - سمو. عرصو - مُدت. ميعاد. موسم - مُند. حڪومت. عهد. جُڳ. مخلوق - عالم.

**زمانو بدلجي وڃڻ:** خلق جو ڪردار بدلجڻ.

**زماني جا رنگ:** وقت جون تبديليون. ڦيرگهير. انقلاب.

**زماني جي زد ۾ اچڻ:** تڪليف ۾ اچڻ - وقت جي ڦيري ۾ اچڻ.

**زمانو ڏسڻ:** دنيا ڏسڻ. تجربو پرائڻ. آزمودگار ٿيڻ.

**زماني ساز:** ص. خودغرض - مطلبي.

**زماني سازي:** ث.ظاهرداري-مڪاري.خوشامد.
**زماني جو حال:** ماڻهن جي حالت.وقت جي حالت.هلي چلي.
**زماني کي مُنهن ڏيڻ:** دستور ۽ عام قاعدي موجب هلڻ.
**زمانو گُذرڻ:** عرصو ٿيڻ-وڏو وقت گذري وڃڻ.
**زُمر:** ث.(ع) جماعت-ٽولو-ميڙ.
**زُمرُدُ:** (ف) هڪ قسم جو قيمتي پٿر.سائي رنگ جو هيرو.
**زَمرڪ:** ذ.سزا-سيکت.چوٽ-ڏڪ.ٻَرو.
**زَمزَم:** ذ(ع) مڪي منوره جو اهو قديم چشمو جيڪو حضرت اسماعيل عليه السلام جي ڇڙين هڻڻ سان پيدا ٿيو هو (هن وقت اهو کوهُه بنجي ويو آهي).
**زَمِينَ:** ث(ف) ڌرتي-ارض-پرٿوي.پَٽ.ڀُونءِ.خشڪي.مٽي.مُلڪ.علائقو.ايراضي.ترُ(ڪپڙي جو).
**زمين آسمان جو فرق هئڻ:** وڏو اختلاف هئڻ.
**زمين آسمان هڪ ڪرڻ:** ڏاڍي ڳولا ڪرڻ.نهايت ڪوشش ڪرڻ.
**زمين اُٿلائڻ:** انقلاب آڻڻ.هلچل مچائڻ.
**زمين اُٿلي پوڻ:** ڪجهه ٿي پوڻ.
**زمين بوس:** ص.ڪِريل-ڊِٺل.
**زمين بوس ٿيڻ:** زمين چُمڻ.ادب بجا آڻڻ.ڪِرڻ-ڊهڻ (جاءِ وغيره).
**زمين تي پير نه رکڻ:** وڏائي ڪرڻ.نازنخري سان هلڻ.
**زمين پيرن هيٺان نڪرڻ:** بدحواس ٿيڻ.
**زمين جاءِ ڏيڻ:** زمين ڦاٽڻ-ڌرتي ۾ سمائجڻ.شرمسار ٿيڻ.
**زمين داخل ٿيڻ:** مٽي ۾ ملڻ.مرڻ.نيست و نابود ٿيڻ.
**زمين دوز:** ص.زمين ۾ پوريل-زمين ۾ دٻيل.
**زمين کائي وڃڻ:** گم ٿيڻ.ڪجهه نه لڀڻ.
**زمين ماپڻ:** سفر ڪرڻ.آواره گردي ڪرڻ.
**زمين ۾ گهڙي وڃڻ:** نهايت شرمندو ٿيڻ-لڄي ٿيڻ.
**زميني:** ص.زمين جو-ڌرتيءَ جو.
**زَميندارُ:** ص(ف) زمين جو مالڪ.
**زَميِنداري:** ث.زمين جي پوک ۽ سنڀال.
**زَمين و زَمان:** ذ.سڀ دنيا-ڪائنات.
**زَن:** ث(ف) عورت-زال.گهرواري-جوءِ.(ص) هڻندڙ-ماريندڙ.مثلاً "راهزن" وغيره.
**زن مُريد:** ص.زال جو مطيع-مَجو.
**زِنا:** ذ(ع) زال کان سواءِ ٻي عورت سان بدڪاري.
**زِنا بالجبر:** ذ.زوري زنا.
**زَناخَ:** ث(ف) پکيءَ جي سيني واري هڏي-ڄَناڪ.
**زَناخُون ڪڍي ڇڏڻ:** اُڪتِ ماري ڇڏڻ.
**زُنار:** ذ(ع) اُهو ڌاڳو جيڪو عيسائي.يهوديءَ مجوسي چيلهه ۾ ٻڌن ۽ هندو ڳچيءَ بغل ۾ وجهن-جَنيو.
**زنار بند:** ص.جنيو پهريل.
**زَناشوئي:** ث(ف) زال ۽ مڙس جا ازدواجي لاڳاپا.
**زَناڪار:** ص(ف) بدڪار.
**زَناڪاري:** ث.بدڪاري-زنا.
**زَنان خانو:** ذ(ف) گهر ۾ زالن وارو حصو-حرم.
**زنانو:** ص(ف) زالاڻو-زالن جو-عورتاڻو.زالن وانگر حرڪون ڪندڙ-ڪدڙو.
**زنانو مُنهن هجڻ:** ڪنهن به ڪم جي لائق نه هجڻ.
**زناني:** ص.زالن جي-عورتن جي.
**زناني دِل ڪرڻ:** بزدلي ڪرڻ.ڪنجوسائي ڪرڻ.
**زَناوَر:** ذ.ساهوارو.جانور.
**زَناهي:** ص.زنا ڪندڙ-زناڪار.
**زَنبُ:** ذ.ٻَيت جو وڏو گرنهه.
**زنبُ:** ذ.سرَ جو ٽڪر.مٽيءَ جو وڏو پيتَرُ.
**زَنبُور:** ذ(ع) اَنبور-پَڪڙ.
**زَنبِيلَ:** ث(ع) ڇٻي.ڪشتو.ڪشڪول.جهولي (فقير جي)-ٻگري.
**زَنجِيرَ:** ث(ف) لوهي ڪڙين مان ٺهيل سنگهر-سلاسل-نيئر.پيرن جي ٻيڙي (پير ڪڙي).دروازي جو ڪڙو.قطار-سلساو.
**زنجير وجهڻ:** قيد ڪرڻ.سنگهر ۾ ٻڌڻ.
**زَنجيرو:** ذ.ٻيت-جزيرو.
**زَنجيري:** ث.سنهي زنجير.هڪ قسم جو ڳهه (سون يا چانديءَ مان ٺهيل سنهي سنگهر، ڳچيءَ ۾ پائڻ لاءِ).پيرت جو هڪ قسم.
**زَندانُ:** ذ(ف) جيل-قيد خانو-بنديخانو.
**زَندان ۾ پوڻ:** قيد ۾ پوڻ.تڪليف ۾ پوڻ.
**زَند اَوستا:** ذ(ف) پارسيءَ مذهب وارن جو پاڪ ڪتاب.
**زندگاني:** ث(ف) حياتي-جياپو-زندگي.
**زندگي:** ث(ف) حياتي-جياپو.عمر-ڄمار.
**زندگي بسر ڪرڻ:** حياتي گذارڻ.ڄمار پوري ڪرڻ.
**زندگي بخش:** ص.حياتي ڏيندڙ-جياريندڙ.
**زندگي بخشڻ:** حياتي ڏيڻ-جيارڻ.

**زندگي تلخ ٿيڻ:** حياتي وبال بڻجڻ.

**زندگيءَ تان هٿ ڌوئڻ:** جيئڻ جو آسرو نہ رکڻ.

**زِندَه:** ص (ف) جيئرو- حيات- چڱو ڀلو.

**زنده ڪرڻ:** جيئرو ڪرڻ. روشن ڪرڻ. مشهور ڪرڻ.

**زنده آباد، زنده باد:** دعائيہ جملو (ف) سدائين جيئرو هجي. هميشہ سلامت.

**زنده جاويد:** ص (ف) هميشہ لاءِ جيئرو- سدائين حيات.

**زِنده دَرگور:** ص (ف) جيئري قبر ۾. مُنڱڻ. عذاب ۾.

**زِنده دِل:** ص (ف) خوشمزاج- ڪِلڪ.

**زنده دِلي:** ث. خوشمزاجي- خوشطبعي.

**زِنديق:** ص (ع) بي دين- مشرڪ- ملحد.

**زِنڪ:** ذ (انگ) جست (ڌاتو).

**زِنڪو گرافِي:** ث (انگ) جست جي پليٽن تي ڇپائيءَ جو فن.

**زَنگُ:** ذ (ف) ڪَسُ- ڪَٽُ (ڌاتوءَ جو). عداوت- وير- چاوت.

**زَنگُ آلود:** ص. ڪَٽُ چڙهيل- ڪَسيل- ڪَٽيل.

**زَنگ لاهڻ:** ڪَٽُ لاهڻ. وير ڪڍڻ. دشمني ڇڏڻ.

**زَنگ وڃهڻ:** عداوت وڃهڻ- دشمني وڃهڻ.

**زَنگارُ:** ذ (ف) ٽامي جو ڪَسُ (جيڪو ڪِرڻُو ڪم اچي)- مُرچو.

**زَنگجَڻُ:** م. زنگ لڳڻ- ڪٽ لڳڻ- ڪسجڻ.

**زَنگِي:** ذ (ف) 'زنگبار' (آفريڪا) جو باشندو- حبشي. (ص) ڪارو- سياه.

**زنگي گل:** ذ (ف) هڪ قسم جو ٻُوٽو ءِ گُل.

**زَنگيجا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**زَوارُ:** ذ (ع: زوار. 'زائر' جو جمع) زيارتي. ڪربلا معلي جو زيارتي.

**زَوالُ:** ذ (ع) ڪِرڻ. هيٺاهين. رجعت. ڪمي- گهٽتائي. پڄاتي. لاٿ. ناڪامي. نيٺ گِ. مصيبت. سج لٿڻ جو وقت.

**زوال تي هجڻ:** گهٽجڻ. سج لهڻ جي ويجهو هئڻ. خاتمو هئڻ.

**زَوال پَذِير:** ص. فنا ٿيندڙ. بدلجندڙ.

**زَواليَت:** ث. تباهي. اُجڙ. ابتري. گهٽتاءُ.

**زَوجہ:** ث (ع: زَوج) زال- جوءِ- گهرواري.

**زوجہ مَنڪُوحہ:** ث. نڪاح ٿيل زال- حق نڪاح ۾ آيل عورت.

**زوجِيَت:** ث (ع) عقد- نڪاح. ونءُ.

**زوجيت ۾ آڻڻ:** نڪاح ۾ آڻڻ- زال بڻائڻ.

**زُود:** ظ (ف) جلد- شتاب- سگهو. تيز- تِکو. جهٽ پٽ- يڪدم.

**زُود پشيمان:** ص. تُرت پڇتائيندڙ.

**زُود رَس:** ص. تمام ذهين. تيز فهم.

**زودرَنج:** ص. جلدي ڪاوڙ ۾ ايندڙ- چيڙاڪ.

**زود رَنجِي:** ث. ذري ذري تي ڪاوڙ- يڪدم ناراضگي.

**زودفهم:** ص. يڪدم سمجهي ويندڙ- هوشيار.

**زودفهمِي:** ث. يڪدم سمجهڻ- ذهانت.

**زودنَويسي:** ث. ٿورن اکرن ۾ جلدي لکڻ جو طريقو- شارٽ هئنڊ.

**زورُ:** ذ (ف) سگهہ- طاقت- قوت- ٻل. وَسُ- اختيار. ڏاڍ. سختي. دٻاءُ. ڪوشش. ٽيڪ- ڏِ. بارُ. (ظ) گهڻو- ڏاڍو. نهايت- تمام.

**زور پڇڻ:** طاقت تورڻ. اثر گهٽ ڪرڻ. تڪبر ڀڃڻ.

**زور پوڻ:** دٻاءُ پوڻ. اثر پوڻ. بارُ پوڻ.

**زور جتائڻ:** طاقت ظاهر ڪرڻ.

**زور جي ميندي لڳڻ:** مرضيءَ جي خلاف ڪم ٿيڻ.

**زور ڏئي ٻيهڻ:** تمام گهڻي ڪوشش ڪرڻ.

**زور ڪرڻ:** طاقت آزمائڻ- زور لڳائڻ. مجبور ڪرڻ. دٻائڻ. منٿ ڪرڻ.

**زور ونڻ:** طاقت ونڻ. جوش ۾ اچڻ. ڏاڍو ٿيڻ.

**زور هلڻ:** وس پڄڻ- حڪم هلڻ.

**زور آزمائي:** ث (ف) طاقت جو مظاهرو. هٿندي پڄنديءَ جو مقابلو.

**زور آور، زوراور:** ص (ف) ڏاڍو. پهلوان. زبردست. پنهنجي مڙسيءَ وارو. ڏاڍو مڙس.

**زورآوري، زوراوري:** ث. ڏاڍائي. پهلواني. مڙسي. ڏاڍ مڙسي.

**زورا زوري:** ث (ف) زبردستي- ڏاڍائي- زوري. (ظ) زور سان- جبراً.

**زوراتو:** ص. سگهارو- زورڀريو. پهلوان- جٽنو.

**زورائتو:** ظ. زور سان- ڏاڍي طاقت سان.

**زور بار:** ذ. دٻاءُ- زبردستي- سختي.

**زوردارُ:** ص (ف) زوروارو- ڏاڍو. طاقتور- سگهارو.

**زورُ شُورُ:** ذ (ف) جوش و خوش. حوصلو- همت. طاقت.

**زورظُلم:** ذ. ڏاڍائي- جبر. بي انصافي.

**زور ماريو:** ص. زبردستي- زوري- مرضيءَ کان سواءِ.

**زور مَس:** ذ. زوري- زبردستي.

**زوري:** ث (ف) زبردستي- ڏاڍائي. (ظ) ڏاڍ سان- جبر سان.

**زَورَق:** ث (ع) هڪ قسم جي ننڍي ٻيڙي- ملتاني ٻيڙي.

**زُوزاٽُ، زُوڪاٽُ:** ذ. چرخي. لاٽون يا زور سان هوا ۾ وڃڻ جو آواز.

زُوفا: ذ.هڪ قسم جو ٻسار ڪو وڪر (خوشبودار پنن وارو ٻوٽو).
زُومر: ذ.زور- تڪ- طاقت.
زُومِي: ص.ظالم- ستمگر.مردم آزار.
زون: ذ (انگ) حد بندي ڪيل علائقو.
زُون: ذ.زور سان هوا ۾ وڄڻ جو آواز.
زُون ٿيڻ: وڏائي ۾ ڀرجي وڃڻ.ڪاوڙجڻ.
زَنتو: ذ.همت ڀريو- جانٺو- ٺلهو متارو.
زِهَ: ث (ف) ڪمان ۾ پيل تند (جيڪا آنڊي يا رودي مان ٺهي). ڪناري- وَٽ (ڪپڙي ڪي).
زِهبَند: ذ (ف) رازڪي ڪم جي ڪٺ جي پٽي (همواري لاءِ).
زِهون ڏيڻ: ڪپڙي تي ڪناري (مغزي) هڻڻ.
زُهدُ: ذ (ع) پرهيزگاري- تقوي.
زَهَرُ: ذ (ف) وِهُ- وِڪَ- سمُ. (ص) ڪڙو- تلخ.
زَهرُ آلود: ص.وِهوارو- زهريلو.
زهر اوڳارڻ: ڪنهن جي خلاف ڳالهائڻ. بد نيڪي ڪرڻ. وبر وجهي ڳالهائڻ.
زهر ٿي پوڻ: ڏوڙڻ- ناگوار لڳڻ.تلخ ٿيڻ.
زهر جو ڍُڪ پيئڻ: نه برداشت ڪري سگهڻ جي ڳالهه برداشت ڪرڻ.صبر ڪرڻ.
زهر ڪُچلو: ذ.ٻسار ڪي وکر جو هڪ قسم.
زهر ڪرڻ: ڪڙو ڪرڻ- تلخ ڪرڻ.زهريلو بنائڻ.
زهر مار ڪرڻ: مجبوريءَ سان کائڻ وتندڙ شيءِ کائڻ.
زَهر مُهرو: ذ (ف) هڪ قسم جو پٿر (جيڪو زهر کي ڇڪي وٺي).
زَهر هارڻ: پنهنجي ڪاوڙ يا ڏمر پئي تي ڇنڊڻ.
زَهري، زَهريلو: ص.زهروارو- وِهوارو.
زُهره: ذ (ع) هڪ گرهه جو نالو (جيڪو آسمان ۾ تمام گهڻو چمڪندو رهي).
زُهره جَبِين: ص.چمڪندڙ پيشانيءَ وارو.سهڻو- خوبصورت- حَسِين.
زَهي: ندا (ف) شاباس- مرحبا.
زهي قسمت، زهي نصيب: ندا.خوش باشي- خوش قسمتي.
زَهير: ص (ع) بيمار.هيڻو- ايرو.غمگين.اُداس.
زَئي: ث- ف) ماڻهي- عزازت- رَت.
زِيادَتي: ث (ع) واڌارو.گهڻائي.اضافو.ڪثرت.ڏاڍائي- جبر.
زِيادَه: ص (ع) گهڻو.وڌيڪ.جهجهو.سرسو.گهڻي قدر.
زياده تر: ظ.گهڻو ڪري.تمام گهڻو.
زياده گوئي: ث.ڳالهه ڪي اجايو وڌائڻ- فضول بڪواس.
زِيارَتَ: ث (ع) ڪنهن مقدس جاءِ يا شيءِ کي ڏسڻ. مقدس جاءِ ڏانهن سفر.ديدار.
زِيارَتگاهه: ذ.مقدس جاءِ.آستانو.درگاهه.
زِيارَتي: ص.زيرت ڪندڙ.زيارت تي ويندڙ- جاتري.
زِيانُ: ذ (ف) نقصان- ٽوٽو- خسارو- ڇيهو.هاڃو- ضرر.
زِيان خور: ص.نقصان رسائيندڙ.
زِياني: ص.نقصان ڪار.
زيبُ: ذ (ف) سونهن- سهڻائي. رونق. آرائش. سينگار (ص) سينگاريندڙ.
زيب تَن ڪرڻ: پائڻ- پهرڻ.جسم تي سينگارڻ.
زيب ڏيڻ: سهڻو لڳڻ.منهن تي پوڻ.
زيب زينت: ٺاهوٺوهه- هار سينگار.سونهن سوڀيا.
زيبائتو: ص.زيب وارو.رونقدار.سهڻو.
زيبائش: ث (ف) سينگار- ٺاهوٺوهه- سجاوٽ- آرائش.
زيبائي: ث.سهڻائي- خوبصورتي- سونهن.
زيبرا: ذ (انگ) پٽاپٽي گڏهه.
زيتُونُ: ذ (ف) هڪ مشهور ميويدار وڻ ۽ ان جو ڦل- جام.
زِيپَٽُ: ذ.ڦهڪو (موچڙي وغيره جو آواز).
زِيرَ: ث (ف) زنجير- ڪڙي- قيد ڪڙول.
زِير: ظ (ف) هيٺ- تحت. (ص) گهٽ.تابع- ماتحت. (ث) اکر جي هيٺان آواز جي نشاني.
زير آب: پاڻيءَ جي هيٺ- ٻڏل.
زيرآبي: ث.پاڻي هيٺ هلندڙ جهاز.ٽوبو جهاز.
زيربار: ص (ف) بار هيٺ.احسان هيٺ.ٿورائتو.قرضي.
زيرباري: ث.احسانمندي.ٿورو.پريشاني.
زيربَندُ: ذ (ف) گهوڙي جو هڪ سنج- لَوند- تنگ.
زير تجويز: ظ (ف) ويچار هيٺ.رٿ ۾.
زير تعليم: ص.تعليم حاصل ڪندڙ- متعلم.
زير حراسَت: ص (ف) قيد ۾- گرفتار.
زيردَست: ص (ف) هٿ هيٺ- ماتحت.حڪم ۾.
زَيردستي: ث.ماتحتي.ملازمت.
زير زَبَرَ: ص (ف) هيٺ مٿي- اُلٽ پُلٽ- درهم برهم.تباهه.

زير سايہ: ص(ف) ياڇي هيٺ- پناهہ.

زير علاج: ص(ف) علاج هيٺ- دوا ڪرائيندڙ.بيمار.

زير ڪرڻ: هيٺ ڪرڻ- مغلوب ڪرڻ.دسڻ.

زيرلب: ص(ف) چپن ۾- آهستي (ڳالهائڻ).

زير نظر: ظ(ف) نظر ۾.نگراني ۾- سنڀال هيٺ.

زير نگين: ص(ف) تحت- هيٺ.حڪومت جي هٿ ۾.

زير ويچار: ص(ف) ويچار هيٺ.غور ۾ آيل- ڌيان ۾.خيال ۾.

زير ويچار هئڻ: خيال يا غور هيٺ هئڻ. ڪنهن جو فيصلو نہ ٿيل هئڻ.

زيرين: ظ(ف) هيٺيون.

زيرڪ: ص(ف) عقلمند- ڏاهو.سڄاڻ- هوشيار.

زيرو: ذ (ف:زيره) هڪ قسم جو سڻهو ٻج (مصالحي طور ڪم اچي)- جيرو.

زيرو: ذ(انگ) ٻڙي- صفر.

زيرو بم: ذ(ف) مڌم ۽ تکو آواز. نغارن جي جوڙي.هيٺ مٿاهين. تيزي ۽ دِرائي.

زيري: ٿ.زير- زنجير- ڪڙي.

زيست: (ف) زندگي- حياتي.عمر- ڄمار.

زيڪ: ٿ. چاندي يا سون جي ورقن جو ٻورو.

زيل: ٿ (ف:زير) مڌم آواز. نغارن جي جوڙي مان مادي آواز وارو نغارو.ڦوڪارو (گهوڙي جو).

زيل هڻڻ: ڦوڪارڻ- شوڪارو هڻڻ.

زيل بم: ذ.زيربم.ڍهل جا ٻئي پاسا.

زين: ٿ(ف) گهوڙي جي پٺي ۽ تي وجهڻ جو هڪ سنج.

زين پوش: ذ.زين جي مٿان وجهڻ جو ڪپڙو- غاشو.

زين ڪشڻ: گهوڙو سنجڻ.گهوڙي تي چڙهي روانو ٿيڻ.

زينت: ٿ(ع:زَيَن= سينگارڻ) سينگار- ٺاهنُوهہ.سُونهن.رونق.

زينت بخشڻ: رونق ڏيڻ.سينگارڻ.

زينت ڀريو: سينگاريل- آراستہ.عمدو- ٺاهوڪو.

زينو: ذ(ف:زينہ)ڏاڪڻ- سيڙهي.ڏاڪو- پوڙي.

زيور: ذ(ف) ڳهُ- ڳهڻو.

زيورات: ذ("زيور" جو جمع) ڳهڻا.



س: ٿ.اُچار 'سين'. سنڌي الف- بي جو ٺاويهون اکر.فارسي ۽ جو پندرهون ۽ عربي ۽ جو ٻارهون اکر.ابجد موجب عدد (60).

سُ: ص (سن) سنو- چڱو.خوبي ۽ جي معني ڏيکاريندڙ صفاتي اڳياڙي (جيئن سُپاءُ.سُتر وغيره).

سا: ض.اُها- ساڳي- "جا" جو جواب.

سابق: ص(ع) هن کان اڳيون.اڳيون- پهريون.گذريل.

سابق دستور: ظ.اڳين وانگر- قديم دستور موجب.

سابق ذڪر: ظ.اڳ بيان ڪيل.

سابقين: ذ(ع) گذريل وقت جا ماڻهو- اڳوٽي دور جا ماڻهو.

سابو چانور: ڪچي ۽ جي ڳڀ مان ٺهيل داڻا- سابو داڻا.

سابيري: ٿ.زال.عورت.

سابيان: ظ.ظاهر ظهور- کليو کلايو.پڌري پٽ.

ساتاهو: ذ.سٽن مهينن جو حمل.

ساتائو: ذ.اتر قطب وارو واءُ- سنائو واءُ.

ساترا: ذ.ٻہ آسماني تارا.ڪتيون.

ساتو: ذ.سٽن ڏينهن تائين ماني نہ کائڻ.ورت.ٻک هڙتال.

ساٿ: ٿ(ع:ساعت) ساعت.گهڙي پل.

ساٿُ: ذ.رفاقت- همراهي.شرڪت.ڀائيواري.سنگت.قافلو.

ساٿ پرڻ: سوداگري ۽ جو سمر ڪتڻ.

ساٿ ڏيڻ: نڀاهڻ.رفاقت ڪرڻ.ڏکيي وقت ۾ مددگار ٿيڻ.

ساٿ سگر: گڏ جي سفر تي روانو ٿيڻ جي حالت.

ساٿ هڻڻ: قافلي کي لٽڻ.

ساٿاري: (ص) ساٿ وارو- همراهہ.همعصر- هم عمر.ساٿي.

ساٿر: ٿ(ع:سعتر) هڪ قسم جو ٻسار ڪو وکر.هڪ قسم جي دوا.

ساٿڻُ: م.گڏ رهڻ- گهارڻ.

ساٿو: ذ.سمر- توشو.مرهم.

ساٿي: ص.ساٿ وارو- قافلي وارو.همراهہ- ٻيلي.مددگار.

ساٿَ: ٿ.گهمڻ.ماڪ جي آلاڻ.

**ساتاچاتا**: ذ.الگ‌ٿلگ- جدا جدا- ڪَٿو ڪَٿو.

**ساتائڻ**: م. ٿڪ ڀڄڻ- آرام ڪرڻ. آهستي آهستي هلڻ چلڻ. بيماريءَمان اُٿڻ.

**ساتائُو**: ذ.بيماريءَ جي سَٽ.

**ساتائي وڃڻ**: ڏڪ جهلي وڃڻ- سَهي وڃڻ.

**ساتِجڻُ**: م.ماڪجڻ- ماڪ ۾ پُسڻ.گِهمجڻ.

**ساتِڙيو**: ص. ساتو ڪندڙ. شڪار جي اصطلاح ۾ وٽن ٻوٽن کي سٽيندڙ (تہ جيئن جانور سٽڪي ڪڙڪي تي نڪري ظاهر ٿين).

**ساتِڙيا گازِڙيا**: ص. سٽيندڙ ۽ گڙ هڻندڙ. هڪٻئي جا سُر جهلائو. هڪٻئي جي ڪوڙسچ جي تائيد ڪندڙ.

**ساتِڪِي**: ث.ٻيڙيءَ جي سڙهه کي ٻڌل نوڙيءَ جو ٽڪر.

**ساتڻ**: م. ڪم آڻڻ.نبيرڻ.گذارڻ- گهارڻ.

**ساتو**: ذ.عيوض- بدلو.وهنوار. چوپائي مال (ٻڪرين وغيره) جي چاري لاءِ ٻٻر وغيره جي ٽارين مان ڇاٽيل ٻَن. سارين، ڪڻڪ ۽ ٻئي ان وارين موڙين کي سٽڻ ۽ اُن اُڇو ڪرڻ جو عمل. ڪپهہ يا اُن کي صاف ڪرڻ لاءِ ڇهو يا ٻانئو. پيرن ۾ پائڻ لاءِ هڪ چانديءَ جو ڳَهُ- پازيب.

**ساتو ڪرڻ**: شڪار لاءِ جهنگ مان تتر اُٿارڻ. سارين وغيره جي ان کي سٽي جدا ڪرڻ.

**ساتوڪَڙ**: ص.ٿلهو- متارو- تندرست.

**ساتِي**: ص.مڇي وڪڻڻ جو ڌنڌو ڪندڙ مهاڻو. (ث.ساتياڻي).

**ساتيڪو**: ذ.کوهہ- چاهہ.

**ساٿُ**: ذ.سَوَڻ- شُگون. شاديءَ جي رسمن ۾ وهم وسوسي لاهڻ جو عمل. بيماريءَ ۾ ڏمک جو سَوَڻ.

**ساٿُ ڪرڻ**: شادي وغيره جي موقعي تي مقرر رسمن کي عمل ۾ آڻڻ- سوڻ ڪرڻ. ڪاڪڙي جي خرابي يا تارُون ڪٽڻ جو هٿ هڻڻ.

**ساٿ سَوَڻ**: ريتون رسمون.ٽونا ٽوٽڪا.

**ساٿڻ**: م.ساٿ سَوَڻ ڪرڻ.لوڙڻ- ڀوڳڻ.برداشت ڪرڻ.

**ساٿِي**: ص.ٻاري- لاڏو (اُٺ).

**ساٿِيڪو**: ص.اندازاً سٺ کن.(ذ) ٿر ۾ سٺ پُرهہ اونهو کُوهہ.

**ساٿِيڪا سَنجڻ**: ساٿيڪي کوهہ مان پاڻيءَ جا ٻوڪا ڀري ٻاهر ڪڍڻ.

**ساجُ**: ذ.سامان- اسباب.ٻيڙيءَ جو سامان ۽ وسيلا.

**ساجِدُ**: ص(ع) سجدو ڪندڙ.سِرُنمائيندڙ.

**ساجَنُ**: ذ.(هندي: سجن) سڄڻ.پيارو- عاشق.يار- دوست.

**ساجائِي**: ث.دنياداري- تونگري.تندرستي.

**ساجَڙُ**: ص.ساڄي هٿ سان ڪم ڪندڙ.(ضد: کابَڙ).

**ساڄو**: ص.ساڄي پاسي وارو- سڄو (هٿ، پاسو وغيره).

**ساڄو ٿيڻ**: آسودو ٿيڻ.تندرست ٿيڻ.

**ساڄو هٿ**: خاص مددگار.همراهہ ۽ ساٿي.پر جهلو.

**ساڄو واءُ**: ذ.درياءَ جي وهڪري کي سامهون وارو واءُ.

**ساڄِي**: ث.وَجهہ- موقعو.سَنُو- سانگو.

**ساڄِي لڳڻ**: فائدي وارو وجهہ ملڻ.سُنو جهٽ لڳڻ.موقعو ملڻ.

**ساڄَهہ**: ذ.سهولت.سبب.وَجهہ- وارو.

**ساڄُهر**: ظ.سويل- سگهو- جلد.صبح سويل.

**ساڄَهر سَنجهو هڪ ڪرڻ**: گهڻو ڪم ڪرڻ.

**سايارو**: ص (ساياهہ وارو) سڃاڻندڙ- ڄاڻو.واقفڪار. (ث سايارِي).

**سايانَ**: ث.ساڃڻ- رڍ پچاءُ.

**ساياهَ، ساياءِ**: ث.سمجهہ- ڄاڻ.سڃاڻپ- ڏيٺ- شناخت- پروڙ. حياءُ- مرم.لحاظ- مروت.

**سايائُو**: ص.سايَهہ وارو- ڏاهو.

**سايِتو**: ذ.رَڌڻو- بورچيخانو.

**سايَهہ**: ث.ساياهہ- ساياءِ.

**سايَهہ مان نڪرڻ**: هوش حواس وڃڻ.بيحيا ٿيڻ.

**ساچِي**: ث.سچ واري- سَچِي- کَرِي.(شاهہ).

**ساحِرُ**: ص(ع) سحر ڪندڙ- جادوگر.

**ساحِرِي**: ث.جادوگري- فسُون.

**ساحِلُ**: ذ(ع) سمنڊ جو ڪنارو.ڪَپُ- ڪنڌي.

**ساحِلِي**: ص.سامونڊي ڪناري وارو (علائقو)- ڊيلٽا.

**ساخَتَ**: ث(ف) بناوت- اڏاوت.بيهڪ.ڊول- نمونو.گهاڙيٽو.

**ساختگِي**: ث(ف) اڏاوت- ناهپ.

**ساختہ**: ص.بنيل- نهيل.هٿراڌو- نقلي.

**سادات**: ذ(ع: "سيد" جو جمع) سَيَدَ- سيد گهراڻي جا فرد.

**سادائِي**: ث.سادگي.

**ساد ڪُوفي**: ث.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي گاهہ جي پاڙ

**سادگي**: ث (ف) بنا ناهہ ٺوهہ جي رواجي حالت. صفائي. خلوص.پورڙائي.

**سادگي پَسند**: ص.سادگيءَ وارو- سادو- ناهہ ٺوهہ نہ ڪندڙ.

**سادو:** ص (ف: ساده) صاف. خالص - نج. بناناهڻوه جي. ڀالوڙيولو. رواجي - عام. بيوقوف.

**سادو سَلُوڻو:** ذ. ڀوڳهلو - ٻودلو. سادو سودو.

**سادو سُودو:** ذ. ٻودلو - ڀالوڙيولو. معمولي.

**سادو قَول:** ص. اڇو - اُجرو - صاف.

**سادَه دِل:** ص. ڀالوڙيولو. صاف دل. خلوص مند.

**ساده دِلِي:** ث. صاف دلي. اخلاص. ڀورڙائي. بيوقوفي.

**ساده رُو:** ص. صفا مُنهن وارو - نيڪ طبيعت.

**ساده لوح:** ص. ڀالوڙيولو - بيوقوف.

**ساده لوحِي:** ث. ڀورڙائي - بيوقوفي.

**ساده مزاجِي:** ث. صاف دلي. بي رِيائي. سادگي.

**سادِي صُورت:** ث. علم رياضيءَ جي موجب اٽڪل جي حسابن جو هڪ نمونو.

**ساڌ:** ص (سن) ساڌو - فقير. ماڻيئو - صبر وارو. غريب.

**ساڌ ٻُڌِي:** مَن جو مذهب طرف لاڙو.

**ساڌپائِي:** ث. اشرافت.

**ساڌ پاڌ:** ص. اڇو اُجرو - پاڪ پوِتي.

**ساڌ سَنت:** ذ. الهلوڪ فقير.

**ساڌارَڻُ:** م. سنوت ۾ آڻڻ - سڌو ڪرڻ. سڌارڻ. پڪيڙڻ (پنجهو پاڻ).

**ساڌاڻ:** ذ. سچو احوال. نتيجو. پڌرو - صاف.

**ساڌاڻو:** ص. ساڌن جو - درويشاڻو - فقيراڻو.

**ساڌَر:** ث. همت. مدد.

**ساڌَڪ:** ص. ڪامياٻي آڻيندڙ - ڪامياٻيءَ وارو.

**ساڌَنُ:** ذ. وسيلو - ذريعو. رستو - راهه سامان.

**ساڌنا:** ث (سن) بندگي - ڀڳتي. شيوا. مشق (عبادت جي).

**ساڌَڻُ:** م (سن) پورو ڪرڻ (عمل). مشق ڪرڻ. ورد ڪرڻ. ادا ڪرڻ. ڀڄائڻ - نباهڻ. سيکارڻ - هيرائڻ. سنوت ۾ آڻڻ.

**ساڌُو:** ص (سن) فقير. ڀڳت. درويش.

**ساڌو ٿِيَڻ:** سنئون سڌو ماڻهو ٿيڻ. درويشي اختيار ڪرڻ.

**ساڌوهِي:** ث. ڄار جي وڻ جو هڪ قسم (جيڪا ڄَهت هِتي پڪڙيءَ اڇا پيرون ڏئي).

**سادِ:** ث. اڌ عدد وڌيڪ. اڌ تورو وڌيڪ - اڌ ماڻ وڌيڪ. اڌ وزن وڌيڪ.

**سارَ:** ث. سنڀالَ. يادگيري. ڳڻپ - شمار. تانگهه - سِڪَ - چِڪ. سڄاڳي.

**سار ٿِيڻ:** سڄاڳي ٿيڻ. يادگيري ٿيڻ. ياد پوڻ. (زال کي) ويم جي سنڀال ٿيڻ.

**سار لَهڻ:** خبر وٺڻ. سهارو ڏيڻ. نگاهه رکڻ.

**سار:** ص (ف) جهڙو - مثل. جيئن ءِ وانگر واري معنيٰ ۾ ايندڙ صفتي پڇاڙي (مثلاً: ڪوهسار، خاڪسار وغيره)

**سارِ:** ث. مديءَ جو تناسل وارو عضوو. ساري - ڳوٺ. سارين جي پوک.

**سارُ:** ذ. جوهر - سَتُ - تَتُ. مطلب. اختصار.

**سارانِ:** ث. خاتمو - پورائي. سالميت. دُرستي.

**ساراهَ:** ث. تعريف - واکاڻ - ثنا - صفت. خوشامد.

**ساراهڻُ:** م. تعريف ڪرڻ - واکاڻڻ.

**سارِبانُ:** ذ (ف) اُٺي - جَتُ - شُتربان.

**سارِٿي:** ص (سن) رَٿ هڪليندڙ.

**سارَپ:** ث. يادگيري. سار.

**سارجَنٽ:** ذ (انگ) رنگروٽ سپاهي کي سيکاريندڙ صوبيدار.

**سارِدا:** ث. قدرتي گڻ - ذات.

**سارِڏُو:** ذ. شينهن (ڏهسنامي جو اصطلاح).

**سارَسُ:** ذ. هڪ قسم جو وڏو پکي. هڪ قسم جي خطرناڪ وچڙندڙ بيماري.

**سارسنڀارَ، سارسنڀالَ:** ث. نگهداشت. نظرداري. خدمت چاڪري. پرگهور.

**سارَنگُ:** ذ. رنگارنگي. ڪَڪر - جُهڙ. مينهن. هڪ راڳ جو نالو.

**سارَنگِي:** ث. گزيءَ سان وڄائڻ جو هڪ مشهور ساز.

**سارنگِي نَواز:** ص. سارنگي وڄائيندڙ.

**سارَڻُ:** م. ياد ڪرڻ - سنڀالڻ. ڄاڃڻ. ڳڻڻ. ڪٿڻ. ڀانئڻ. موجود سمجهڻ (سگهه. زور).

**سارِتو:** ذ. متارو گوشت - ٿُلهو ماس.

**سارو:** ظ. سڀ - ڪُل - سمورو. سڄو. سربستو.

**سارُو:** ظ. مناسب - لائق - موزون. موافق - پٺاندر.

**سارِوانُ:** ص. ساربان - اُٺي.

**سارونو:** ص. سارَ وارو - سمجهو - ڏاهو.

**سارُوڻِي:** ث. يادگيري - سنڀار. سارَ. سِڪَ - چِڪَ. تات.

**سارُوفا:** ذ. مهاندا (نڪ، چپ، ڳَل، اکيون) - مُنهن جو نقشو.

**سارو سنگهار:** ذ. اڳاٽي دور جو هڪ وڏو مالدار ڀاڳيو. سڀ مال وارو.

**سارَه:** ث. سراهه.

**سارِي:** ث. ڙاند جو مُهرو - ڳوٽَ. ٽه ڄڙهيل ڄانور جو داتو. (ظ)

سجي- سڀ- سربستي.

**ساري سر هئڻ:** بخت بلا هئڻ- نصيب زور هئڻ.

**ساري ڪرڻ:** بازي، راند يا مقابلو کٽڻ. سوڀ ڪرڻ. سرسي ڪرڻ (مقابلي ۾).

**ساري کٽڻ:** گوءِ کٽڻ- سرسي ڪرڻ.

**ساريال:** ث. سارين واري پوک. سارين جي پوک واري زمين.

**ساريتي:** ث. ڦر جي ارَ (آر) تي ڏهه ڏيندڙ مينهن يا ڳئون.

**ساري سنياري:** پيرانتو- تفصيلي.

**ساريڪو، ساريکو:** ظ. جهڙو- مثل- وانگر. برابر- مَٽ.

**ساريون:** ث. ٺهه چڙهيل چانور.

**ساڙ:** ذ. جلڻ- ڪامڻ. باهه ۾ سڙيل هنڌ جو زخم. تپش. ساڙو- حسد- بغض. سيءَ سبب وتن پوتن ۾ ساڙ.

**ساڙ ٿيڻ:** حسد ٿيڻ. بدن ۾ ساڙو ٿيڻ.

**ساڙ ڏيارڻ:** چڙ ڏيارڻ. ڪڄائڻ. خار ڏيارڻ. چيڙائڻ.

**ساڙ سڙيو:** ص. حاسد. ريسارو. بغض رکندڙ.

**ساڙ ڪرڻ:** سيءَ جو وتن پوتن کي ساڙي ڇڏڻ.

**ساڙڻ، ساڙڻُ:** م. جلائڻ- ٻارڻ- باهه ڏيڻ.

**ساڙو:** ذ. ساڙ. حسد. پچ. گرمي. هڪ بيماري (جنهن ۾ پيشاب ساڙي سان اچي).

**ساڙو وجهڻ:** گاريون ڏيڻ- واهيات بڪڻ. بيجا هلت ڪرڻ.

**ساڙوندو:** ص. حاسد. بغضي. ريسارو.

**ساڙهه:** ث. خريف جي آبادي راهڻ وقت ڏنل هر جي اوڙ.

**ساڙهو:** ذ. ڏهائي لاءِ ٿانءُ (عموماً ٺڪر جو ڪنگر وغيره).

**ساڙهي:** ث. زناني لباس جو هڪ قسم (ڊگهو ڪپڙو جيڪو سڄي جسم تي ويڙهجي).

**ساڙي ڪاڏو:** ص. حاسد. ريسارو. شڪي- بدگمان.

**ساز:** ص (ف) جوڙيندڙ- ٺاهيندڙ- تيار ڪندڙ (مرڪبن ۾ ڪتب ايندڙ. ڪارساز وغيره).

**سازُ:** ذ (ف) وڄت جي صنعت وارو- واڄو.

**ساز بازَ:** ث (ف) سازش- منصوبو.

**ساز بازُ:** ص. منصوبو سٽيندڙ. سازش ۾ هم صلاح. هم شريڪ.

**سازپان، ساس پان:** ذ (انگ) ٿانءُ جو هڪ قسم- هٿئي سان ٺهيل ڪڙاهي- ڪنٽر.

**ساز سُرود:** ذ. ڳائڻ وڄائڻ جا سامان.

**ساز سنوارڻ:** مطلب پورا ڪرڻ. سوپارو ڪرڻ.

**سازشَ:** ث (ف) منصوبو. قانون خلاف منصوبو. بغاوت.

**سازشي:** ص. منصوبو ٺاهيندڙ. فسادي. فتنه باز.

**سازگار:** ص (ف) لائق- موافق- مناسب.

**سازنده:** ص (ف) ساز وڄائيندڙ.

**ساز و سامان:** ذ (ف) گهر جو سامان- ٽپڙ ٽاڙي. مال اسباب.

**سازي:** ذ. موسيقار- ڪلاونت.

**ساسُ:** ذ (سن) ساهُ- پساهه.

**ساسين سُڪالو ٿيڻ:** سولائيءَ سان مري وڃڻ- آسان موت مرڻ.

**ساسي:** ص. ساهوارو- جاندار.

**ساسائڻ:** م. سهڻ- برداشت ڪرڻ- سهسائڻ.

**ساسر:** ث (انگ) چينيءَ جي ننڍي پليٽ (ڪوپ رکڻ لاءِ).

**ساسنا:** ث. سيکت- سزا. تنبيهه- جُٺ.

**ساعتَ:** ث (ع) گهڙي. پل- لمحو. وقت. ڪلاڪ. مهل. قسمت- نصيب. ڀاڳ.

**ساعت سولي ٿيڻ:** نصيب سٺو ٿيڻ- ڀاڳ ڀلو ٿيڻ.

**ساعت بساعت:** ظ. هر گهڙي- لحظي بہ لحظي.

**ساغرُ:** ذ (ف) پيالو. گلاس.

**ساغر هلڻ:** شراب جو دؤر هلڻ.

**سافرو:** ص. واندو (ڪم ڪان) اڪيلو.

**سافل:** ص. هيٺيون حصو. ڪمينو.

**ساقطُ:** ص (ع) ڪريل. گم. ترڪ ڪيل.

**ساقط ڪرڻ:** حمل ڪيرائڻ. شعر جو بحر يا وزن ڪيرائڻ.

**ساقي:** ذ (ف) شراب پياريندڙ. محفل ۾ شراب ونڊيندڙ.

**ساقيءِ ڪوثر:** ذ. حوض ڪوثر جو جام پياريندڙ.

**ساکُ:** ذ. لڄ لاڳاپو. مٽي- عزازت.

**ساڪارڻُ:** م. ڪم پورو ڪرڻ.

**ساڪتُ:** ص (ع) چُپ- خاموش- ماٺ. هڪ هنڌ بيٺل. چرپر نہ ڪندڙ.

**ساڪَرَ:** ث. زبان کي وچڙندڙ وتندڙ ذائقو. جبل سان لاڳو پٿرين واري زمين

**ساڪران:** ث. پٿرين واري ايراضي.

**ساڪرو:** ذ. پٿرائينءَ ٿاڪرو زمين کان هيٺ پکڙيل ايراضي. (اسم خاص) ٺٽي ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**ساڪُڙ:** ث. آسري لئي جو ٻور. چرخي ڪم يا چمڙي رڱڻ ۾ ڪم ايندڙ مصالحو (جيڪو لئي جي ٻور مان ٺهي).

**ساڪڙو:** ظ. صبح جو (سوير)- ساجهر.

**ساڪن:** ص (ع) بي حرڪت- غير متحرڪ. بنا چرپر. رهاڪو-

رهواسي- باشندو. جَزم واروا ڪو.
**ساڪنان:** ص. "ساڪن" جو جمع.
**ساڪيٽ:** ذ (انگ) بجليءَ جو پلگ وجهڻ جو خانو.
**ساکَ:** ث. اعتبار- ڀرم. عزت- آبرو. شاهدي- گواهي. ويساهه.
**ساکَ پَت:** ث. ڀروسو- اعتبار. قسم سَنهن.
**ساک ڏيڻ:** ڪنهن جي پاران اعتبار ڏيڻ. سَنهن ويساهه ڏيڻ. قسم کڻڻ.
**ساک ڪڍڻ:** نالو ڪڍڻ- مشهور ٿيڻ.
**ساکر:** ث. ساک پت واري ڌر. اعتبار جوڳو ماڻهو.
**ساکڙو:** ذ. آرائيون- دانُ دانُ (چمڙيءَ جي بيماري).
**ساکي:** ص. شاهد- گواهه.
**ساکي بيت:** ذ. اهو بيت، جنهن مان ڪنهن ڳالهه يا اهڃاڻ جي پڪي ثابتي ملي.
**ساکي پَتي:** ظ. ساک پت سان- ويساهه سان.
**ساکيات:** ظ (سن) هوبهو- جهڙو.
**ساگَرُ:** ذ (سن) سمند- بحر.
**ساڳِ:** ث. ڇڪ- تاڻ- ڪشش. طلب (عشق).
**ساڳُ:** ذ. پالڪ- سبزي- ڀاڄي. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جو ڪاٺ عمارتي اوزارن ۾ ڪم اچي).
**ساڳائڻ:** م. سمجهڻ- پروڙڻ- ٻُجهڻ.
**ساڳاهي:** ث. ڀاتي ماڻهن جي ونڊ.
**ساڳ سگر:** ذ. ٻهراڙيءَ وارن جو ڪاڇ- ذات- جهنگلي يا جيون ۽ ميوا.
**ساڳِنُ:** م. مال کي آهستي آهستي ٽولين ۾ ٻاهر پيارڻ.
**ساڳو:** ذ. اُٺن جو گلو. سات- قافلو. (ظ) ساڳيو- هوبهو. اصلي. (ضد=ويڳو).
**ساڳوُنو:** ظ. ساڳيو- هوبهو- اُهوئي. اصلي.
**ساڳيائي:** ث. هڪجهڙائي- مشابهت.
**ساڳيو:** ص. ساڳونو- ساڳو.
**ساڳيو سُر آلاپڻ:** ساڳيءَ ڳالهه وري ورڻ ڪرڻ.
**ساگهر:** م. آڪهه- عيال- ڪٽنب (زال سميت ٻار). گهرواري.
**ساڳاپو:** ذ. عزازت- تعلق- ڳانڍاپو. دوستي.
**ساڳاهڻُ:** م. سمجهڻ- پروڙڻ. ساجاهه ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ. بازاچڻ (عادت ڪان).
**ساڳاهو:** ص. خبردار- هوشيار- سياڻو- دور نديش.
**ساڳو واڳو:** ص. ڏسٽو وائسٽو. ڄاتو سڃاتو. معتبر. ديده دانسته.

**سالُ:** ذ (ف) ورهيه (ٻارنهن مهينا). (ص) سالم- سڄو.
**سال ڳرو هئڻ:** سڄو سال تڪليفن ۾ گذرڻ. مصيبتن وارو سال هئڻ.
**سالاٽ:** ذ. سالي جو ٻُوٽ- سالاڄ.
**سالارُ:** ذ (ف) سردار- اڳوان.
**سالار جَنگ:** ذ. سپهه سالار (لڙائيءَ ۾).
**سالارو:** ذ. درياءَ جي ڇڏيل ريٽ واري خشڪي زمين. ميدان.
**سالانه:** ظ (ف) ساليانو- سال جو- هر سال.
**سالبسال:** ظ (ف) هر سال- ٻارهين مهيني.
**سالتَمامي:** ث. سال جي ڪارگذاري- ساليانه رپورٽ.
**سالٽ:** ذ (انگ) لُوڻ. لُوڻ جو سَت.
**سالخُورده:** ص (ف) ورهين جو ڪاڻل. پراڻو- جُهونو- پُٺو.
**سالڙڻ:** م. جوش ڏيارڻ تي سامت ۾ اچي وري ڪم تي تيار ٿيڻ.
**سالڪُ:** ص (ع) راهه هلندڙ- سفر ڪندڙ. مسافر. اهو شخص جيڪو زاهد بڻجي دنياداريءَ 'سُلوڪ' جي راهه تي هلندڙ.
**سالگره:** ث (ف) ڄمڻ جي تاريخ. جيڪا هر سال اچي ۽ ملهائجي.
**سالمُ:** ص (ع) سلامت- محفوظ. چڱو ڀلو. سڄو- پُورو- مڪمل. سربستو.
**سالمِيَت:** ث. (ع) اڻ ٽُٽ وحدت. پوري ٿيڻ واري حالت.
**سالنامو:** ذ (ف) ڪنهن اخبار يا رسالي جو سنئين نو پرچو.
**سالو:** ذ. زال جو ڀاءُ. (ث. سالي).
**سالوار:** ظ. هر سال- ساليانو.
**سالُورُ، سالُورو:** ذ (ف: شال) پَٽ جو اٺيل ڳاڙهو رئو. ريشمي وڳو.
**سالهاسال:** ظ (ف) سالن جا سال. گهڻن سالن تائين.
**ساليانو:** ظ (ف) سالبسال- هر سال- ٻارهين مهيني.
**سامَ:** ث. پناهه. پناهه ۾ آيل ٻانهن.
**سام پَرتڻ:** ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻئي جي حفاظت ۾ ڏيڻ.
**سام پوڻ:** پيش پوڻ (حفاظت لاءِ). پناهه م' چڻ.
**سام جَهلڻ:** پناهه ڏيڻ- اُجهو ڏيڻ.
**سامانُ:** ذ (ف) اسباب- ٿيڙ. وٿون- چيزون.
**سامان بَڌڻ:** ڪنهن شيءِ جي ظاهر ٿيڻ جا آثار نمايان ٿيڻ. ٿيڙ گول ڪرڻ.
**سامان حَرب:** ذ (ف) لڙائيءَ جو سامان.
**سامان سَڙو:** ذ. ٿيڙ ٽاڙي. مال اسباب.
**سامانو:** ظ. هٿيڪو- سنڀالي رکيل. قبول پيل- مقبول. سولو (بنا

تڪليف جي).

**ساماڻو:** ذ. بالغ ٿيل. ناليرو. ماٿيوءَ جو نالو.

**ساماڻپُ:** م. بلوغت کي پهچڻ. سمجهه واري عمر ۾ اچڻ. بالغ ٿيڻ.

**ساماڻڻ:** م. بالغ ٿيڻ. خود خيال ٿيڻ- پاڻ وهيئو ٿيڻ.

**سامايل، ساماڻلُ:** ص. بالغ ٿيل- جوان ٿيل.

**سامبرُ:** ذ (سن) بارهن سڱو جانور.

**سامتَ:** ث. ماٺ. صبر- سانت. آرام- فرحت.

**سامت ۾ اچڻ:** آرام ڪرڻ. حواس جاءِ ٿيڻ.

**سامتُ:** چُڪتو- نبيرو ٿيل. (ظ) ساڪن. آرامي.

**سامجڻ:** م. ڊجي وڃڻ- دهلجڻ.

**سامُدرڪ:** ذ (سن) هٿ ڏسندڙ- دست شناس.

**سامُرُ:** ث. حامله جانور.

**سامراج:** (ه) شهنشاهت- امپيرلزم. آپيشاهي.

**سامرٿ:** ص. بل- طاقت- سگهه.

**سامري:** اسم خاص (ع) حضرت موسيٰ عليه السلام جي عهد ۾ ڳابي جي پوڄا ڪرائيندڙ هڪ جادوگر.

**سامري فن:** ذ. جادوگري- فسون سازي.

**سامعُ:** ص (ع) ٻڌندڙ.

**سامعين:** ذ. 'سامع' جو جمع- ٻڌندڙ ماڻهو.

**سامونڊي:** ص (سن: سمدري) سمنڊ جو- سمنڊ وارو- بحري. (ذ) سمنڊ تي سفر ڪندڙ. نکٽو- ٻيڙياتو. شاهه جي رسالي جي هڪ سُر جو نالو- سامونڊري.

**سامُوئي:** اسم خاص. مڪلي کان اتر طرف ان سمن جي قديم بستي.

**سام ويد:** ذ (سن) هندن جو هڪ ڌرمي ڪتاب.

**سامُهائي:** ث. مقابلو. مخالفت. نامواقفت. اٽڪ- روڪ.

**سامهون:** ظ. روبرو- اڳيان- مقابل. آڏو. موجودگي ۾. (ذ) مُهڙ- اڳو.

**سامهون ٿيڻ:** دوبدو ٿيڻ. مُنهن ڏيڻ. مقابلو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ- مهاڏو اٽڪائڻ.

**سامهون ڪرڻ:** موجود ڪرڻ- روبرو ڪرڻ. پيش ڪرڻ. مقابلو ڪرڻ.

**سامُهونو:** ص. سامهون وارو- اڳيان وارو.

**سامُهين:** ث. ٽانگي جي ٻم جي منهن تي چڙهيل پَٽ (پتل يا لوهه جو).

**سامي:** ص (سن: سوامي) هندو فقير (جيڪي گيڙو رنا ڪپڙا اوڍين). هندن جي هڪ ذات. (اسم خاص) سنڌ جو هڪ درويش شاعر.

**سامي:** ث. قبر ۾ اندر پاسي تي ٺهيل کُجهه (جنهن ۾ لاش رکجي)- لحد.

**ساميو:** ظ. سامهون- روبرو.

**سان:** حرف جر (سن: سَم) سان- گڏ- مع.

**سانَ:** ث. سڃاڻ. روهي. نشان- پتو. اشارو. رواج- رسم.

**سانُ، سانهُ:** ذ. مينهن جو نَرُ. نسل لاءِ بيهاريل ڍڳو يا پاڏو.

**سانَ اٽڪڻ:** ڏاڍن جو مقابلو ٿيڻ.

**سانا:** ذ. سامونڊي ڳانگٽ جو هڪ قسم.

**سانب:** ث. محڪمي- استقلال.

**سانبارو:** ذ. درياءَ جو چاڙهه. (ظ) آمهون سامهون.

**سانباهُ، سانباهو:** ذ. سنبت- تياري. شاديءَ جي تياريءَ جو سون.

**سانباهڻ:** م. سنبرائڻ- تيار ڪرڻ.

**سانباهو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (مردار پکي).

**سانبوهي:** ث. پلِن مارڻ جو وڏو چار- رڇ.

**سانپارا:** ظ. درياءَ جي ٻئي پاسي کان- سامهون يا پار کان.

**سانپائي:** ث. شاديءَ جو هلندڙ ڪم.

**سانپرَ:** ث. سنپار- ڪِتب. يادگيري. ڄمار- عمر. دور- زمانو.

**سانپرُ:** ذ. وڏو چڙو.

**سانپڻ:** م. سانڍڻ- سنڀالڻ. تاتڻ. پالڻ. حفاظت ڪرڻ.

**سانپيڙو:** ص. سنڀاليندڙ. تاتيندڙ. نڀائيندڙ. وارث- مائٽ.

**سانپيٽڻ:** م. پاڪر پائڻ. گڏ جي هڪ ٿي وڃڻ.

**سانت:** ث (سن: شانت) ماٺ- چپ- خاموشي. نهر. ڌيرج صبر. مانار.

**سانتيڪائي، سانتيڪي:** ث. ماٺ- خاموشي نويڪلائي نوائي. ڌيرج. آهستگي.

**سانتيڪو:** ص. ماٺ- خاموش. ماٺيڻو- ٿورڳالهائو.

**سانتُو، سانٺو:** ذ. سنڪل- نوٽ. سُڪل ڪانو (ڪمند جي سُڪل لٺ وانگر). اَيرو.

**سانٿورو، سانٿوري:** اسم خاص. ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو گاهه- پٽ گاهه.

**سانٿي:** ث. زيور جو هڪ قسم.

**سانپڙ:** ذ. سوٽو- ڏڪو.

**سانپڙڻ:** م. موڪلائڻ.

**سانجارو:** ذ. پاٽيءَ ۾ تکو هلندڙ پلي جو هڪ قسم.

**سانجهڻ:** ث. رڌپچاءَ جو گهرو ڪم.

**سانجهڻ ڪرڻ:** رڌڻ پچائڻ (گهر ۾).

**سانجِيو:** ذ.رڌپچاءُ جو ڪم ڪندڙ- بورچي.

**سانجهي:** ٿ.سڄ لٿي جي مهل- مغرب جو وقت.رات.

**سانجهيڪو:** ص.شام وارو- شام جو- سَنجها وارو.

**سانچو:** ذ.قالب.بوتو.شڪل- بُت.

**سانچڻُ:** م.سانڍڻ.سنڀالڻ.تاتڻ.

**سانحو:** ذ(ع) حادثو- ڏکوئيندڙ واقعو.

**سانڊَ:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**ساندارو:** ذ.پخال- مشڪ.سيتاهه.سمنڊ جو چاڙهه.

**ساندارو ڏيڻ:** ٻيڙياتن جي اصطلاح موجب، درياءَ جي ٻيءَ پر ڏانهن وڃڻ لاءِ ٻيڙيءَ کي اوڀاروهه ڪرڻ.

**سانداري:** ٿ.ننڍي پخال.چاڳر- چاڳل.

**ساندانُ، ساندانڻ:** ٿ.لوهار کي ڪم جو هڪ اوزار (لوهي دِڪي. جنهن تي لوهه ٺپجي)- اَهَرڻ.

**ساندَهه:** ظ.هرروز- ڏيهاڙي- سدائين- هميشہ.لاڳيتو- وري وري.

**ساندَاتو:** ذ.سنڌيل شيءِ (انبڙيون.گجرون.ڏؤنرا وغيره)- آچار- آٿاتو- ڪٺاڻ.

**ساندو ساهي:** وٺي- ويساندي.

**ساندُئو:** ظ.هيڪاندو- يڪو- لاڳيتو.

**ساندر:** ٿ.ڏاچي- اُٺڻ.(ص) ٿلهو.

**ساندو:** ذ.جيت جو هڪ قسم (ڇڇيءَ کان وڏو.اُس تي رنگ بدلائي).

**ساندي، ساندي:** ٿ.سنڀال.پرورش- تات.حفاظت.پرگهور.

**ساندِڻ، ساندِڻ:** سنڀالڻ- حفاظت رکڻ.سنڀالي رکڻ- سنڀالي رکڻ- محفوظ ڪرڻ.نپائڻ- تاتڻ پالڻ.

**سانديَ سَهيڙ:** ميڙ چونڊ.سوڌ سنوار.

**سانڊڻ، سانڊڻ:** سنڀالڻ- حفاظت رکڻ.

**سانڊيو:** ذ.پَٽ مڇي- گلوئي.

**سانڊور:** ٿ.سنڀال.تات.چاڪري.سنڌ.

**سانسي:** ٿ.انبوري (اوزار).

**سانڪو:** ذ.ڪٺ واتن لاءِ ڇهن نوڙين جو مجموعو.

**سانڪوٽو:** ذ.ننڍو ڪوڏ.سنگ- ناد.

**سانگ:** ٿ.پچار- يادگيري.تات.ڳڻتي- اَرتو.شاخ- تاري- لام.

**سانگُ:** ذ.تماشو.رؤنشو.ناٽڪ- ڪيل.ٻهروپ.ڊرامو.ڍونگ- مڪر.بهانو- حيلو.وجهه- موقعو.سفر (ٻيءَ جوءِ ڏانهن).شاخ (وڻ جي)- لام (جيئن ٻہ سانگ.تہ سانگ= ٻن شاخن يا ٽن شاخن واري تاري).ڀالو- نيزو (عموماً ڪاني يہ نوهه جو).

درياءَ مان ڦٽي نڪتل وهڪرو- واهڙ.

**سانگ پوڻ:** سفر تي ٻاهر وڃڻ.اتفاق درپيش اچڻ.

**سانگ رچائڻ:** مڪر ڪرڻ- ڍونگ ڪرڻ.

**سانگ سجايو ٿيڻ:** خير خوبيءَ سان ختم ٿيڻ (ڪم).

**سانگُ وجهڻ:** تماشو ڪرڻ.

**سانگُ صَرفو:** ذ- ڪنايت شعاري.

**سانگائتو:** ص.سانگي سان.سهنجو.سهولت وارو.

**سانگو:** ذ.سبب- بهانو.مهل- موقعو.وَجهه.لحاظ- مُروت.پرواهه.

**سانگي:** حرف جر.لاءِ- واسطي- ڪارڻ- جي ڪري.

**سانگي سان:** ظ.بهاني يا سبب سان.اتفاق سان- اوچتو.

**سانگي:** ذ.سانگ وارو.گاهه جي سَٿي سان ويهندڙ مال وارو.گاهه جي سهولت خاطر عارضي جُوءِ ڏانهن مال ڪاهي ويندڙ.سيلاني- خانہ بدوش.(ذ) مشهور شاعر مير عبدالحسين خان ٽالپر جو تخلص.

**سانگياڻي:** ٿ.ڇوري ڇني.رول.

**سانگاهي:** ٿ.مينهن جو هڪ قسم- ٻولاهي.

**سانُ گُمانُ:** ذ.خيال ءِ ارادو.فڪر ءِ انديشو.

**سانگوٽو، سانگوٽو:** ذ.ڪوڏُ (سامونڊي جيت).

**سانگهارجَڻ:** م.چوپائي جو ويم بعد جرڻ ڇڏڻ.

**سانگهارڻ:** م.مال کي چاري لاءِ ٻڌڻ- سلهاڙڻ.

**سانگهارو:** ذ.درياءَ مِ پاتيءَ جي لاٽ- ڇينهَرو (پاتي جو). لاٽ- ڪمي.

**سانگهارو ڏيڻ:** وارو ڏيڻ.

**سانگهڙ:** اسم خاص.سنڌ مِ هڪ ضلعيءِ شهر جو نالو.

**سانگهيڙو:** ذ.ڏڪر جي ٿانءَ (دلي وغيره) مِ سوراخ.

**سانورُ، سانهرُ:** ذ.ڪيڙيل زمين کي سنوت مِ آتڻ جي ڪاني يا تختو- سهاڳو.

**سانور گهمائڻ:** ناس ڪرڻ- پٽ ڪري ڇڏڻ.

**سانورُ:** ذ.سهاڳو.

**سانورو، سانولو:** ص.ساواڻ ميراڻ ماڻ رنگ- ميح.

**سانوَل:** ص.سانورو سهڻو.پرين پيارو (دوست.محبوب).

**سانوڻُ:** ذ (سن: شراوڻ) مينهوڳيءَ وارو مهينو (جنهن مِ هرهند گاهه ءِ سوڪ ٿئي).برسات- وسڪارو.مانهوءَ جو نالو.

**سانوڻي:** ذ.سانوڻ جي مُند.ساوڻ جي برسات.مينهوڳي واري موسم.

**سانوڻي لڙهو اچڻ:** برساتي مُند مِ چريائي چڙهڻ.

**سانهُ:** ذ.ٻڪر- چيلو.ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

**سانهه سَتو:** ذ.ٿوري طاقت رکندڙ.واندو- ٻي چٺو.

**سانه سَتو ٿيڻ:** سَهسائڻ- صبر ڪرڻ.
**سانه سَتي:** ث. واند ڪئي- فرصت. نويڪلائي. آرام- صبر- سانت.
**سانهڻ:** م. چِڪ ڏيڻ- چِڪڻ. زور ڏيڻ.
**سانئُر، سائِرُ:** ذ. سمنڊ- درياءُ. شاعر.
**سانئُو:** ذ. گاهه جو هڪ قسم (ڏٿ طور ڪم اچي).
**سانئِڻ:** ث. گهر ڌياڻي- مالڪياڻي. ميم صاحب- بيگم- وڏگهراڻي عورت.
**سانيٽ:** ذ (انگ) نظم جو هڪ قسم (هڪ خاص بحر ۾ چوڏهن مصرعن وارو نظم).
**سانَ:** ث. هر جي وراڻي ۾ وٺ رهيل سڄي زمين.
**سانَ ڪٽڻ:** ث. هر جي وراڻي وٺ رهيل زمين کي هر سان کيڙڻ.
**سانُ:** ظ. گڏ- پيڙو- مع.
**سائِي:** ث. ماند ڪائي- هيڻائي. (ڏک سبب) سُستي.
**سائڻ:** م. ننڊ ۾ ڪرموڙڻ- بدن ساهڻ ۾ پسو وراڻڻ.
**سائو:** ص. بي سَتو- نستو. ڏک کان هيڻو- ماندو. (ث. سائي).
**سائي:** ص. شريڪ- گڏ. ساٿي- رفيق. مددگار- همراه. ساٿ ڏيندڙ.
**سائيهُ:** ذ. ديس- وطن- ڏيهه. جنم ڀومي.
**ساوارو:** ص. اِڳوتو- اصلوڪو.
**ساوانِ:** ث. سائو رنگ. ساوڪ.
**ساوائِي:** ث. سؤٽان- سؤٽ جو سڳ.
**ساوڌانِي:** ث. خبرداري- سُچيتائي. دور انديشي- ڏاهپ. پيچ گهڙ.
**ساوَڙ:** ص. سنئون سڌو- اشراف.
**ساوَڙُ:** ص. ساڃي هٿ سان ڪم ڪندڙ. (ضد. ڏاوَڙ).
**ساوِڙو:** ذ. پيچر- لڙهو- داسو.
**ساوِڙي:** ث. گاهه جو هڪ قسم.
**ساوَڪَ:** ث. ساوان- هرियالي. وڻن ٻوٽن واري ايراضي.
**ساوَلَ:** ث. ساوڪ. سائو گاهه. ساوان.
**ساوَنتُ:** ص. دلير- بهادر- سورهيه.
**ساهه:** ث. نهن کان ونئي چوٽي ۾ تائين سڄي جسم تي پائڻ جا زناناڳهه (سوني ساهه. روپي ساهه). چِڪَ- تانَ. سَٽَ- ٽنڪَ.
**ساهَ ڏيڻ:** چِڪَ ڏيڻ- تورو زور ڏيئي چِڪڻ.
**ساهُ:** ذ. دَمُ- نفس. جيءُ. ڦوڪَ.
**ساهُ پرڄڻ:** گهٽي دير تائين ساهه روڪڻ. وڏ ساهه کڻڻ. سهڪڻ.
**ساهه پَريو:** ذ. ساهه وارو- جاندار. جيئرو- زنده.
**ساهه تنگ هُجڻ:** الڪو هجڻ- ڳڻتي هجڻ.
**ساهه تي اچڻ:** سخت تڪليف پهچڻ.
**ساهُ ٽُٽَڻُ:** : دم پورو ٿيڻ- پساهه پورا ٿيڻ. ٿڪجي ماندو ٿيڻ.
**ساهه ٽنگجڻ:** انتظار هئڻ.
**ساهُ پَٽڻ:** ساهي کڻڻ. ٿڪ پچڻ. واند ڪائي ڪرڻ.
**ساهه پَٽي وڃڻ:** خوشحال يا آسوده ٿيڻ.
**ساهه پَساهه:** حياتي ۾ جون گهڙيون- جياپو- زندگي.
**ساهه پيٽ ۾ پوڻ:** دلجاءِ ٿيڻ. پڪو آسرو ٿيڻ.
**ساهه چڙهڻ:** دم گُهٽجڻ. اُپساهي ٿيڻ. سهڪڻ.
**ساهه ڇڏڻ:** بي ستو ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ. هيڻو ٿيڻ.
**ساهه سان سانڍڻ:** وڏي محبت سان سنڀال ڪرڻ.
**ساهه سان لڳڻ:** هراسجڻ. پريشان ٿيڻ. جان جو خطرو ٿيڻ.
**ساهه سَت:** سگهه- طاقت- قوت.
**ساهه سَتو ٿيڻ:** طاقتور ٿيڻ- ڪجهه زور اچڻ.
**ساهه سُڪي وڃڻ:** ڊڄي وڃڻ- هبڪي وڃڻ.
**ساهه سَنئون:** ظ. ساهه برابر- جيءَ جهڙو پيار. (شاهه).
**ساهه قبض ٿيڻ:** ساهه نڪرڻ- مرڻ. ماندو ٿيڻ. گُهٽجڻ.
**ساهه ڪڍڻ:** ماري ڇڏڻ. ڊپ ڏياري هيسائڻ.
**ساهه کڻڻ:** دم کڻڻ- پساهه کڻڻ. جيئرو رهڻ. دم پٽڻ- ساهي کڻڻ.
**ساهه مُٺ ۾ هئڻ:** مرڻ جو خوف هجڻ. ڏکڻ (ڊپ ۾).
**ساهه وجهڻ:** مدد ڪرڻ. ٽورو ڪرڻ.
**ساهه وِرڻ:** دلجاءِ ٿيڻ. فرحت اچڻ. سرهو ٿيڻ.
**ساهتُ:** ذ (سن) علم ادب.
**ساهَتا:** ث. مدد- سهائتا.
**ساهِتڻ:** م. علم ذريعي لائق ٿيڻ. حليم ۽ نيڪ طبع هئڻ. ڏسڻ جهڙو ٿيڻ.
**ساهتي:** ص. سَهتن وارو ملڪ. اسم خاص. موجوده نوشهري فيروز ضلعي وارو خطو (جنهن تي اڳاٽي وقت ۾ "سهتا" قوم جي آبادي ۽ سبب نالو پيو).
**ساهتيا:** ث. منڊلي- سَڀا- سوسائٽي.
**ساهدارُ:** ذ. ساهه وارو- جندار.
**ساهُرا:** ذ. مڙس جا مائٽ. زال جي سَس سهري جو گهر.
**ساهَڙُ:** ذ. مشهور عشقيه قصي "سهڻي- ميهار" جي ڪردار ميهار جو نالو. (ص) پيارو- محبوب.
**ساهِسُ:** ذ. همت- جرئت- اُتساهه.

**ساهَنگو:** ذ.سهانگو.

**ساهِڻُ:** م.سَهائڻ.ڇڪڻ-تاڻڻ.زورڏيڻ.ساهي ڏيڻ.بار وجهڻ.سهسائڻ.

**ساهو:** ذ.اجالو-سوجهرو-خبر-سڌ سماءُ.

**ساهو سَرڻ:** روشني ملڻ.فيض حاصل ٿيڻ.

**ساهُو:** ص.ايماندار-نيڪ.شاهوڪار.پهلوان-سورهيه.

**ساهُو سَپر:** سگهارو-پلوان.

**ساهُومُو:** ذ.پاراتو.مهتو.

**ساهِي:** ث. ساهه کڻڻ جي فرصت. فرصت- مهلت. ٿوري دير واندڪائي.زمين کي آباديءَ کان هڪ وارو وقفو.

**ساهي ڏيڻ:** وقفو ڏيڻ (هلندڙ ڪم ۾).واندڪائي ڏيڻ.ٿوري دير لاءِ ملتوي ڪرڻ.

**ساهي کڻڻ:** ڪم کان فراغت ڪرڻ. واندڪائي ڪري آرام ڪرڻ.ٿوري دير لاءِ ويهي ٿڪ پڇڻ.

**ساهيتو:** ص.وڏو.سڌريل.زوروارو.

**ساهيڙَپ:** ث.عورتن جي هڪٻئي سان دوستي.

**ساهيڙِي:** ث.دوستيءَ واري عورت-ساهڙي.سکي-سهيلي.

**ساهيلِي:** ث.ساهيڙي.

**ساءِ:** ذ.سائين-جناب-حضور.

**ساءُ:** ذ.سواد-ذائقو.لذت.مزو-لطف.

**ساءُ جون سُيُون ڇڏڻ:** ميناڄ ڦٽو ڪرڻ. نفساني خواهشون ترڪ ڪرڻ.

**سائبانُ:** ذ(ف) تَنبو-خيمو.شاميانو.ڇپر (اُس کان بچاءَ لاءِ).

**سائِرَ:** ث.زمين کان سواءِ ٻين ننڍين ننڍين شين تي مڙهيل ڍل. سمنڊ تان ورتل ڍل.

**سائرُ:** ذ.سمنڊ-بحر-ساگر.وڏو درياهه.

**سائِرُ:** ص(ع) سير ڪندڙ-گهمندڙ.شاعِرُ (عوامي ٻولي).

**سائرَن:** (انگ) گهگهو.

**سائِڙي:** ث.جوئر جو هڪ قسم (جنهن جا ٽه ڪارا ٿين).

**سائِلُ:** ص(ع) گهرندڙ.سوالي-منگتو.اميدوار-آسروند.ٻينو فقير.

**سائِن:** ث(انگ) نشاني-اُهڃاڻ.صحي-دستخط.

**سائِن بورڊ:** ذ.سڃاڻپ جو تختو (روڊن تي).

**سائِنس:** ث(انگ) علم-تجربي تي ٻڌل علم.

**سائنسدانُ:** سائنس جو ماهر.

**سائِڻَ:** ث.مالڪياڻي-ڌڻياڻي.صاحب ("سائين" جو مؤنث).

**سائو:** ص.سبز (رنگ).آباد.تازو (وڻ.ٻوٽو.سلو وغيره).سکيو آسودو.شاهوڪار.ساڄو (هٿ.پاسو.طرف).(ث.سائي).

**سائو ٿيڻ:** سرسبز ۽ آباد ٿيڻ.ترقي ڪرڻ-ڪامياب ٿيڻ.ڀاڳ ورڻ.ٻڄ جو ڦٽڻ.

**سائو جيرو:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسرڪو وکر.

**سائو ڊائو:** ص.سکيو-آسودو-پنهنجي ڏوڪڙ واري.

**سائو سَتابو:** ص.سکيو آسودو.مال متاع وارو.

**سائو مُنهن:** ڪاراتيل ميرو مُنهن-ڀارت جي هندو مُنهن.

**سائُو:** ص.دولتمند-شاهوڪار-تونگر.سکيو آسودو.مال متاع وارو.ڀڳيو.نيڪ مرد.اشراف.دلير-سورهيه.

**سائُون:** ذ.گاهه جو هڪ قسم (جنهن جو ٻج ڏٿ طور ڪم اچي).

**سائُوند:** ذ(انگ) آواز-برقي آواز.

**سائُوند پُروف:** ص.(انگ) جنهن مان آواز ٻاهر نه نڪري.

**سائُوتي:** ث.سِرڻ (پکي) جو هڪ قسم.

**سائِي:** ص. سائي رنگ جي-سبز. تازي (ڀاڄي. ڪاٺي وغيره). هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ جسم پيلو ٿي وڃي)-يرقان.

**سائِي ٿيڻ:** ڍڪي ٿيڻ-ڦرجڻ.

**سائِي هُجڻ:** ڪچي هجڻ.

**سائِي ٻُوٽي:** ث.ڀنگ.

**سائِي ڀاڄي:** ث.پالڪ-ترڪاري.

**سائِي سَلي:** ظ.شروع يا منڍ کان.

**سائِي وَٽ:** ث.ٻنيءَ جي ايجا آلي هجڻ وقت هر ڏيڻ جي حالت.

**سائِيڊ:** ث(انگ) پاسو.

**سائِيرو:** ص.ساواڻ تي مائل-هلڪو سائو.

**سائِيز:** ث(انگ) قدبت-حجم.ڊيگهه ويڪر.

**سائِيسُ:** ذ.گهوڙن کي سنڀاليندڙ ۽ سيکاريندڙ.

**سائِيڪالوجي:** ث.(انگ) نفسيات جو علم-نفسيات.

**سائِيڪَل:** ث(انگ) ٻن ڦيٿن واري هڪ قسم جي سواري.

**سائِين:** ذ.مالڪ-ڌڻي-آقا.معزز ماڻهو يا پڻ کان وڏي لاءِ عزت ڀريو لفظ.

**سائِين لوڪُ:** ص.درويش-سَهُو رو-خدا جو نيڪ ٻانهو-الله لوڪ.

**سائِينو:** ظ.هم عمر-هڪ جيڏو.

**سايِڙُ:** ذ.سنگتي-ساٿي.پٺڀرو-حمايتي.

**سايو:** ذ(ف: سايه) ڇانوَ-پاڇولو.ڍڪ. حفاظت.پاڇو-اثر. جن ڀوت جو اثر.

**سايي کان پڄڻ:** پاڇولي کان ڊڄڻ-صورت کان ٿهڻ.

**سايو لهڻ:** جن پوت جو اثر ختم ٿيڻ. حفاظت نه هئڻ. سرپرستي ختم ٿيڻ.

**سايهداري:** ث.حمايت–مدد.

**سايہ خُدا:** خدا جو پاڇو– ظل الله (بادشاهن لاءِ استعمال ٿيندڙ لقب).

**سايہ دار:** ص.ڇانوَوارو.

**سَب:** ص (انگ) ماتحت يا نائب جي معنيٰ واري اڳياڙي (جيئن، سب انجنيئر، سب انسپيڪٽر وغيره).

**سب آفيس:** ث.ماتحت دفتر.

**سب انسپيڪٽر:** ذ.صوبيدار– نائب ناظر.

**سَب ايڊيٽر:** ذ.اخباري دفتر ۾ خبرون ناهيندڙ ماتحت ايڊيٽر.

**سب ڊويزن:** ث.ضلعي جو هڪ ڀاڱو– انتظامي ڀاڱو.

**سُبُ:** ذ.پيار.مهر.رحم.

**سُباس:** ث.خوشبوءِ–سُرهاڻ.

**سُباس:** ص.خوشبودار–سُرهو.

**سَباڻ، سَنباڻُ:** ذ.کيرکي ڄمائڻ لاءِ کٽاڻ وغيره وڌل ڏؤنرو.

**سَبائڻ:** م.کير ڄمائڻ لاءِ سَباڻ وجهڻ.

**سِبائي:** ث.ڪپڙن بخائڻ يا سبائڻ جو اجورو– سلائي.

**سِبائڻ:** م. بخائڻ (ڪپڙا)– سِلائڻ. ٽوپائڻ (ڪَن، نڪ). ڳنڍائڻ (جتي).

**سَبَب:** ظ.جي ڪري– لاءِ– واسطي.

**سَبَبُ:** ذ(ع) ڪارڻ– بهانو– باعث.ذريعو– وسيلو.

**سَبَبُ سَولو ٿيڻ:** سُٺي شروعات ٿيڻ.

**سَبَبُ ڪرڻ:** ذريعو پيدا ڪرڻ. نهرائڻ– جوڙڻ. مقرر ڪرڻ. عرض پورو ڪرڻ.

**سَبَتُ:** ذ.موڪل جو ڏينهن.عبادت جو ڏينهن.

**سُبَت:** ث. سڌو طريقو. صحيح پاسو (ڪپڙي وغيره جو). سوڌِ. سَنوت.(ضد.اُبت).

**سُبتائي:** ث.سُبتو پاسو.سڌو طرف.برابري– سولائي.

**سُبتُرُ:** ظ.سبتي پاسي.سنئين نموني.سڌي طريقي.(ضد.اُبتُر).

**سُبتو:** ظ. سنئين نموني– سُوڌو. سڌو. صحيح– برابر. راست. (ضد.اُبتو).

**سُبتو وَٽُ:** ذ.ڌاڳي جي تندي کي پڪو ڪري وٽڻ لاءِ ڏنل وَٽ.

**سُبحانُ:** ذ(ع) خدا تعاليٰ کي پاڪائيءَ سان ياد ڪرڻ.ڏتي تعاليٰ.

**سُبحان الله:** جملو."الله جو شان"– واه واه!– بلي بلي!

**سَبدُ:** ذ(ف) ٽوڪرو–ڪارو– ڇبو.

**سَبزُ:** ص(ف) سانو(رنگ).شاداب–آباد.

**سبز باغ ڏيکارڻ:** ڪوڙا وعدا ڪرڻ– فريب ڏيڻ.

**سبز بخت:** ذ.خوشنصيب– اقبالمَند.

**سَبز پَري:** ص.خوبصورت عورت.

**سَبزپوشُ:** ص.سائو لباس پهريندڙ (درويش.فقير).

**سَبز قَدمُ:** ص.نياڳو– منحوس.

**سَبزوئي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**سَبزه:** ذ(ف) ساوڪ.وڻ ٽڻ.گاه وغيره.

**سبزه زار:** ذ.چراگاه.سائي گاه واري زمين.

**سَبزِي:** ث(ف) ساوڪ (گاه.وڻن ٻوٽن جي).ڀاڄي– ترڪاري.

**سَبزِي فروش:** ذ.ڀاڄيون وڪڻندڙ– باڪري.بقال.

**سَبزِي مَنڊِي:** ث.ڀاڄي مارڪيٽ.

**سِبط:** ذ(ع) آل اولاد– ڪٽنب–گهراڻو.

**سَبع سَماوات:** ذ.ست آسمان.ست مشهور گِره (قمر،عطارد.زهره. مريخ.مشتري.زحل۽شمس).

**سَبَقُ:** ذ(ع) استاد جا روز پڙهايل اکر– درس.نصيحت.سزا– سيکڙ.

**سبق پڙهائڻ:** تعليم ڏيڻ.تنبيهه ڪرڻ.ڌوڪو ڏيڻ.

**سبق سيکارڻ:** ڇڏ ڪرڻ– تعدي ڪرڻ– سيکت ڏيڻ.هدايت ڪرڻ.

**سَبق ملڻ:** سزا ملڻ– سيکت اچڻ.عبرت حاصل ٿيڻ.

**سبق وٺڻ:** تعليم وٺڻ. هدايت وٺڻ.نصيحت پرائڻ.

**سَبقَت:** ث (ع) پيش قدمي. مٿانهين– اُڪرائي. ترجيح– برتري– فوقيت.

**سبقت ڪرڻ:** ڪنهن بہ عمل ۾ ٻين کان اڳي گوءِ کٽڻ.سرسي ڪرڻ.

**سُبَڪ:** ص(ف) هلڪو.تيز (رفتار ۾).نازڪ.

**سُبَڪ ٿيڻ:** فارغ ٿيڻ.شرمندو ٿيڻ.نظر کان ڪرڻ.

**سُبڪ خيز:** ص.تيز رفتار– چُست ۽ چالاڪ

**سُبَڪ رفتار:** ص.تيز هلندڙ– تکو.

**سُبڪدَست:** ص.ڦُڙت– چالاڪ– جلد ڪم ڪندڙ.

**سُبَڪدوش:** ظ (ف: لفظي معنيٰ = ڪلها بار کان آجا ڪرايل– هلڪن ڪلهن وارو) ذميداريءَ کان ڇُٽل.آزاد.فارغ (ملازمت کان).

**سُبڪدوش ڪرڻ:** بري الذمہ ڪرڻ– بار لاهڻ.

**سُبڪِي:** ث.هلڪائي (مزاج جي).ٿرڙائي.شرمندگي.خواري.

**سِبَندِي:** ث.ٿڪندڙ ٿوارکي اٿڪائڻ لاءِ ڪمرپٽي جو ڪڙو

**سبَنُ:** م. بخن- ٽانڪڻ. سلائي ڪرڻ. ٽوپڻ. ڳنڍڻ.

**سبَتي:** ث. سبڻ جو نمونو. سبڻ واري شيءِ (سٽي. ڪانٽو. سُوئو وغيره).

**سُبُو:** ذ (ف) گهڙو. مٽ. پيالو. گلاس.

**سَبي:** ظ. سڄو سارو. تمام گهڻو.

**سِبي:** اسم خاص. سنڌ- بلوچستان حد تي هڪ مشهور شهر ۽ ضلعي جو نالو (جيڪو اڳائي وقت سنڌ جو حصو هو ۽ هن وقت بلوچستان جو آهي).

**سِبيائي:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**سَبِيل:** ث (ع) رستو- واٽ. راهه- طريقو. تدبير- حيلو. ذريعو- وسيلو- سبب. واٽهڙن لاءِ رستي تي رکيل پاڻي.

**سَبِيل ڪرڻ:** خدا ڪارڻ ڏيڻ. تدبير ڪرڻ. بندوبست ڪرڻ.

**سَبيحُ:** ذ. بندگي- پوڄا. ذڪري- شيوا.

**سَپاجهو:** ص. ڀاڄه ڀريو- ڀاڄهارو. رحمدل. قياس وند. سلڇڻو. چئيوان.

**سَبالو:** ص. سڪيو. ڪپڙي لٽي ۾ نهيل. (ضد. اُبالو).

**سُبُدُ:** ص. سُڌ ٻڌ وارو.

**سَبرائي:** ث. زوراوري- ڏاڍائي. ظلم- جبر.

**سَبرو:** ذ. سگهارو- جاٺو. پهلوان. خوشحال.

**سَبري:** ث. گهٽ عقل واري زال.

**سُبڙُ:** ذ. چاپاڪي جي بيماري- چاپ ڪو.

**سُبڪ:** ذ. غمگين. ڏکويل. مانيٺو.

**سُبڪارو:** ذ. ٿڌو ساهه. سڏڪو.

**سُبڪَڻ:** م. ٻڪل فصل جو پاڻي نه ملڻ ڪري چڱيءَ طرح نه پچڻ.

**سُبڪي اچڻ:** ٻڪ ۾ گذارڻ.

**سَبَندُ:** ذ. ڳانڍاپو- تعلق. پريت- قرب.

**سُبَندُ:** ص. پڪو- پختو- مضبوط. ثابت قدم. چڱو ڀلو- چاق.

**سُبوجهُ، سُبوجهو:** ص. ڏاهو- سياڻو- سمجهو. فهميدو. هوشيار. (ضد. اَبوجهه. اَبوجهو).

**سُبِي:** ث. نظر جي اثر لاهڻ لاءِ ناظرو ڪن وٽ پيل ڌاڳا. نوڙي.

**سُبيري:** ث. ٻه ويلا ماني (ڪاڄ ۾). (ص) مضبوط- سخت.

**سُبيلي:** ص. مددگار- ساٿي- سنگتي.

**سَپُ:** ظ. ڪُل- جملي. سڄو- مڪمل. سراسر.

**سَپُ جو سُونهون ٿيڻ:** هر ڪنهن سان واقفيت رکڻ.

**سَپُ سلامي هئڻ:** وڏي مانءَ مرتبي وارو هئڻ.

**سَبِ سان پورو هئڻ:** سڀنيءَ سان نڀهي هلڻ- صحبت رسائيندڙ هئڻ.

**سَبِ وقت گڏ ٿيڻ:** تمام شام يا سنجهاٿيڻ- سج لهي وڃڻ.

**سَپا:** ث (س) جماعت- انجمن- بزم. ٽولو- جٿو. ڪائونسل. ڪچهري- دربار.

**سَپاپتي:** ذ. انجمن جو صدر- مير مجلس.

**سَپاسَد:** ذ. شريڪ حصہ- ميمبر. ڀاتي. فرد- جٿو.

**سَپاڳُ:** ذ (س) خوش قسمتي- خوش نصيبي. ڀاڳ- بخت.

**سَپاڳائي:** ص. سٺي ڀاڳ- خوشنصيبي. سدوراٺي.

**سَپاڳو:** ص. سٺي ڀاڳ وارو- خوش نصيب- بختاور. سدورو. (ث. سڀاڳي).

**سَپاڳو پُٽ پينگهي ۾ پڌرو هئڻ:** افعالن يا هلت چلت مان سڃاڃڻ ۾ اچڻ.

**سُپان:** ظ. سڀاڻي.

**سُپاڻڪو:** ظ. سڀاڻي وارو- سڀاڻي جو.

**سُپاڻو:** ظ. صبح- پرڀات- فجر. سڀاڻي جو ڏينهن.

**سُپاڻي تي نه ڇڏڻ:** سڀاڻي جو ڪم اڄ ڪرڻ.

**سُپاڻي:** ظ. ايندڙ ڏينهن. قيامت جي ڏينهن.

**سُپاويڪ:** ذ (س) ڪلمڪ. وتندڙ طبيعت وارو. ازخود- بنا خيال جي.

**سُپاءُ:** ذ (س) حالت. خاصيت. گڻ. عادت- خوءِ. طبيعت- مزاج.

**سَپائي:** ص. سڀ جو سڀ- مڪمل. (اسم خاص) عورت جو نالو.

**سَپَت:** ظ. سڀ- سڀڪجهه. هر طرح. سڀ ۾. سڀئي.

**سَپَر:** ث. حامد- ڀيٽ سان- ڳورهاري. (ص) ڀرپ- تار ڀريل.

**سَپَرُ:** ص. سگهارو. ڏاڍو- مضبوط. زور وارو. خوشحال- سکيو آسودو. زياده- گهڻو.

**سَپرائي:** ث. ٽونگري- آسودائي. تندرستي- چڱيلائي. طاقت- سگهه.

**سَپرجڻ:** م. ياد پوڻ- دل تي هجڻ.

**سَپِرو:** ص. ڀاتيءَ سان ڀريل- وڏي ڀاتيءَ وارو.

**سَپرو:** ص. طاقتور. ٿلهو متارو. سگهارو. دنيادار. مضبوط. ڏاڍو. (ث. سپري).

**سپ سنائي:** ث. ڪل خير. سوڀ ۽ ڀلائي (دعا جو جملو).

**سپ سنائي ٿيڻ:** ٻيڙا پار ٿيڻ- دل جو مرادون پچڻ.

**سپ ڪجهه:** ظ. جملي- سمورو- ڪل. هڙئي.

**سپڪو:** ص. هرهڪ- جملي. جيڪو تيڪو.

**سپڪي:** ظ. سڀ- جملي- ڪلئي.

**سپ ڳهُو:** ص. هڙپ ڪندڙ- هبچي- لالچي.

**سَينا:** ظ.سيني کان.

**سَيو:** ص.سيپ- سچو- ڪُل- سمورو.

**سيو ڪجه:** ظ.سڀ ڪجه.

**سَيوڳو:** ص.سَيو- گيهلڳل.(ضد.اپوڳو).

**سَيوئِي:** ظ.هڙئي- ڪُل ئي.

**سَيَئِي، سَيئِي:** ظ.ڪل ئي- جملي- سڀ.

**سَيِتا:** ث(سن)تهذيب- هلي چلي- رسمون رواج.

**سُيتا:** ث.فرصت- مهلت- وقت.امن- چين.

**سَتَ:** ص.هڪ عدد(7).

**سَت آسمان:** ذ.اڳاٽي وقت جي عقيدي موجب ست آسمان.

**ستن پردن ۾ رکڻ:** حفاظت سان لڪائي رکڻ- پردي پناهه ۾ رکڻ.

**سَتن جو گهر هڻڻ:** وڏ گهراتو هئڻ.

**سَتُ:** ذ(سن) جوهر- نچوڙ. رَسُ. اصليت. سچ. ايمان. سگهه- قوت- طاقت. حوصلو. ٻَلُ.

**سَتُ ٻولڻ:** سچ چوڻ- پوري يا صحيح ڳالهه ڪڻ.

**سَتُ ڇڏڻ:** بي همتو ٿيڻ. پاڪدامني وڃائڻ.

**سَتُ رکڻ:** اعتبار ڪرڻ. سچائي رکڻ. پاڪدامني قائم رکڻ.

**ست سارڻ:** سگهه محسوس ڪرڻ. حوصلو ڪرڻ.

**سَتُ نڪرڻ:** جوهر نڪرڻ. ٿڪجڻ. دولت نه هجڻ.

**سُتُ:** ذ.رَسُ. ٻاٽي. اٽيل اڪين مان وهندڙ ريشو.

**سَتا:** ث.زور- سگهه. وَس- پُچندي. هستي- هئڻ- وجود. چڱائي- خوبي.

**سَتابو:** ص.عزت وارو. مان شان وارو. هُوند وارو. سکيو آسودو.

**سَتارُ:** ص(ع) ڍڪيندڙ- پرده پوش. عيب ڍڪيندڙ. خدا تعالي جو هڪ صفاتي نالو.

**سِتارَ:** ث.مضراب سان وڄائڻ جو ستن تارُن وارو هڪ ساز.

**سِتار باز:** ص.ستارو وڄائيندڙ- سازندو.

**سِتار پيشانِي:** ذ.پيشانيءَ تي اڇي ٽِڪي وارو گهوڙو (جيڪو نياڳو سمجهيو وڃي).

**سَتارو، سِتارو:** ذ(ف: ستاره) تارو- نجم. قسمت- نصيب. اقبال- ڀاڳ. زَريءَ جي ڀرت ۾ ڪم ايندڙ گول ٽڪرو. گهوڙي جي پيشاني تي اڇو داغ (نياڳ جي نشاني).

**ستارو بُلند ٿيڻ:** اوچ تي رسڻ. خوش بخت ٿيڻ.

**ستارو چمڪڻ:** نصيب جاڳڻ- بختاورڻ.

**سِتارو زور هئڻ:** ڀاڳ وڌندڙ هئڻ- خوشقسمت هئڻ.

**سَتارو گردش ۾ اچڻ:** نياڳ جو زمانو اچڻ. نحوست جو وقت اچڻ. ٽنزلي جو دؤر اچڻ.

**سِتاره شناس:** ص(ف) نجومي. تارن جي لهڻ اُڀرڻ ۽ انهن جي اثر جو علم رکندڙ.

**ستاره شناسي:** ث.نجوم جو علم.

**سَتارِي:** ث.پرده پوشي. مهر- ٻاجه.

**سُتاري:** ث.سلامت- محفوظ- هٿيڪي.

**سُتاڙُ:** ص.سوگهو- قابو- مضبوط.

**سَتاڙو:** ذ.ستاواڙو.

**سُتاڙو:** ظ.سوکو- سولو- آسان. آسودو- سکيو.

**سَتاسِي:** ص.هڪ عدد- اَٺ ڏهاڪا ۽ سَت ايڪا (87).

**سَتاڳ:** ث.گهوڙي جي واڳ.

**ستاڳ وارڻ:** واڳ وارڻ- موٽڻ- اچڻ. مدد لاءِ پهچڻ.

**سِتان:** ذ(ف) جاءِ- هنڌ- صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جيئن هندوستان. ريگستان وغيره). (ص) وٺندڙ- جهليندڙ- صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جانستان. دلستان وغيره).

**سَتانوي:** ص.هڪ عدد- نَو ڏهاڪا ۽ سَت ايڪا (97).

**سَتاوڙو:** ذ.شادي جي ستين ڏينهن ڪنوار جي مائٽ جي گهر وڃڻ جي رسم.

**سَتاوَڙ:** ذ.هڪ ٻاڪروٻوٽيءَ جي پاڙ (دوا طور ڪم اچي).

**سَتاويه:** ص.هڪ عدد- ٻه ڏهاڪا ۽ سَت ايڪا (27).

**سَتائتو:** ص.سَتُ وارو- طاقت وارو.

**سَتائش، ستايَش:** ث(ف) ساراه- تعريف- واکاڻ.

**سَتائِڻُ:** م. ايذائڻ. تڪليف ڏيڻ. آزارڻ. رنج ڪرڻ. ڪاوڙائڻ. ڪِڪ ڪرڻ- تنگ ڪرڻ. بيزار ڪرڻ.

**ستبرگ:** ذ.ستن پنکڙين سان هڪ قسم جو گُل.

**سَت ٻَگهياڙِي:** ث.ستن ٻگهڙن جو ولر (جيڪي گڏجي شڪار تي حملو ڪن).

**سَتَ ڀِرائي:** ث.ستن ڀائرن جي ڀيڻ (اها عورت جنهن جا ست ڀائر هجن). (اسم خاص) عورت جو نالو.

**سُتَتُ:** ظ.سگهو- تُرت- جلد. هڪدم پويان لاڳيتو.

**سُتَت پُتَت:** ظ.نه ڦه- تڙي ڪڙي- بيٺي پير.

**سَتَتيه:** ص.هڪ عدد- ٽي ڏهاڪا ۽ ست ايڪا (37).

**سَتَ پُٽيتو:** ص(دعائيه جملو) ستن پُٽن وارو. گهڻ اولادي.

**سَتَ پُٽو:** ذ.ستن ٽهن واري ماني (اُڦراٽو).

**سَت پيڙهيُون:** ث.گذريل ست نسل يا ايندڙ اولاد ۾ ستن نسلن جو

سلسلو. ٻن ٻنياد. ڪُٽنب.

**سَت پيڙهيُون ڏوئڻ:** خاندان کي بدنام ڪرڻ جهڙو ڪم ڪرڻ.

**سَت جُڳُ:** ذ. سچو زمانو (جيڪو گذري ويو).

**سَتجَڻُ:** م. ست سارڻ. حوصلو ڪرڻ. دل ٻڌڻ.

**سُتجَڻ:** م. سمهڻ- ننڊ ڪرڻ. سُست ٿيڻ. اکين ۾ ٻُجيون پوڻ.

**سَت ڏاريو:** ص. اوپرو- اجنبي. ڌاريو (جنهن سان مُنهن لڳ نه هجي).

**سَتُ ڌرم:** ذ. ايمانداري- سچائي.

**سَتَر:** ص. هڪ عدد (70).

**ستر پَڙ پائڻ:** گهڻين دعائون پِنڻ. گهڻيون منٿون يا آزيون نيزاريون ڪرڻ.

**ستر سونو ٿيڻ:** غيرمعمولي حيثيت رکڻ- گهڻيون خوبيون ڌارڻ.

**سَتُر:** ذ (ع) لِڪَ- ڍَڪَ واري جاءِ- وگهڙ.

**ستر پوشي:** ث. عيب يا وگهڙ کي ڍڪڻ.

**سَتَ راڄي:** ذ. گهڻيون ذاتيون. گهڻا ماڻهو.

**سَتَ رَڄي:** ث. ستن قسمن جا طعام. لذيذ کاڌا.

**سَتَرنگي:** ص. ستن رنگن واري. (ث) فراسيءَ جو هڪ قسم.

**سُترو:** ص. اکين ۾ ٻجين ٻيل- ٻِجَر.

**سَترهن:** ص. هڪ عدد- سَتءِڏهه (17).

**سَترهِين:** ث. هندن ۾ فوتيءَ جي هڪ رسم (مرڻ کان سترهن ڏينهن بعد واري رسم).

**سُتُڙ:** ذ. ستائو تَڙ. ستائي تڙ وارو. منزل تي سڌو پهچڻ وارو. (ضد. اُوتَڙ).

**سُتَڙ ٿيڻ:** سَتائي هنڌ رسڻ- منزل کي پهچڻ.

**سُتَڙ لڳڻ:** سنو هنڌ هٿ اچڻ.

**سُتَڙي:** ث. تمام هلڪي ماتا.

**سَتَڙيو:** ذ. ماءُ جي پيٽ ۾ ستن مهينن هجڻ بعد ڄاول ٻار. (ث. ستڙي).

**سَت سَتاءُ:** ذ. ميڙ منٿ. آزاري نيزاري. چَئو چَواءُ- سفارش.

**سَت سَري:** ث. ستن سَرن واري ڌهري (ڳهه).

**سَت سُرَ:** ذ. موسيقيءَ جا بنيادي ست آواز (سا، ري، گا، ما، پا، ڌا، ني)- سرگم.

**سَت سَري:** ث. ستن سُرن واري ڳجهارت. ڪُني ڳالهه يا ورندي. ڪُوڙي ڳالهه.

**سَتَ سُري ٻڌائڻ:** تکي ورندي ڏيڻ. چِڙڪ جواب ڏيڻ. رکو ڳالهائڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**سَت سُڪان:** ذ. ست ڏينهن. سجدي ۾ زمين تي لڳندڙ ست عضوا.

**سَت سَمُند:** ذ. دنيا جا وڏا سمند- وڏا بحر.

**سَتُ سَنگُ:** ذ. نيڪ ماڻهن جي صحبت.

**سَتُ سِيل:** ث. عصمت- حرمت. سچ- صداقت.

**سَت سينگارَ:** ذ. عورت جا ست سينگار (ميندي، سُرمو، مِسي، مسا ڳ، سينڌر، ڦُلي ۽ زيور).

**سَتڪار:** ذ (س) خوش آمديد- آجيان- آدرڀاءُ. عزت- مانُ.

**سَت ڪُنڊو:** ذ. ستن ڪُنڊن وارو- هفت پهلو.

**سَت ڦيرا:** ذ. هندن جي نڪاح جي رسم.

**سَتڪار:** ذ (س) خوش آمديد- مرحبا- آدرڀاءُ.

**سَتگُرُ:** ذ (س) سچو مرشد- مرشد ڪامل.

**سَت گُلو:** ذ. هڪ قسم جي وَلِ ۽ ان جو گُل (پسارڪووڪر).

**سَتَلُ:** ذ. ٿ مي يا لوهه مان ٺهيل ناد. مَٽ يا ڏرم.

**سُتَلُ:** ص. ننڊ ٻيل. غافل. سُست.

**سُتا سُور جاڳڻ:** وسري ويل ڏک ياد پوڻ.

**سُتا شينهن جاڳائڻ:** پاڻ کي جاني واتي نقصان ۾ آڻڻ.

**سُتي شاخ چُرڻ:** سُتل سُور جاڳڻ- سُتل عشق اڀرڻ.

**سِتَمُ:** ذ (ف) ظلم- ڏاڍ- انڌير. ڪُنياءُ. بي انصافي- بيدادي.

**ستم ايجاد:** ص. ظلم جو بنياد وجهندڙ- وڏو ظالم. معشوق.

**ستم رسيده:** ص. مظلوم.

**ستم شعار:** ص. ظلم ڪرڻ جو عادي- ظالم.

**ستم ظريف:** ص. لِڪ چِپ ۾ ظلم ڪندڙ. جنهن جي گفتگو ۾ شرارت هجي- چرچائي.

**ستم ظريفي:** ث. ظلم- انڌير.

**ستم ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ- بيدادي ڪرڻ.

**ستمگر:** ص. ظالم.

**سَتُ مارگ:** ذ. سنئون رستو- صراط مستقيم.

**سَتمي:** ث. حصو- پتي- ونڊي. تقسيم- ورهاڱو.

**سَتمي چُور ٿيڻ:** برباد ٿيڻ- ستياناس ٿيڻ.

**سَت نڙيال:** ص. وڏي آواز سان ڳائيندڙ.

**سَتَنُ:** م. چڙهت ڪرڻ. همت ٻڌڻ- دل ٻڌڻ.

**سَتو:** ذ. ٿ س ۾ ستن اَنن جو روبتو. (ص) سَت وارو- پاڪباز.

**سَتو جَتو:** ص. جنهن شادي نه ڪئي هجي ۽ جنسي خواهشات کان پري رهيو هجي. پاڪدامن- پرهيزگار. (ث. سَتي جَتي).

**سَتُو:** ذ. ڪنڪ جي پڪل اَنَ جو اٽو (جنهن ۾ ڪنڊ ۽ پاڻي ملائي کائجي).

**سَتوادي:** ذ. سچار- راستگو. پرهيزگار.

**ستوچَنَ:** ذ. نيڪ ڳالھ. نيڪ نمونو.

**سُتُوت:** ث. مناجات. آزي- نيزاري.

**ستوده:** ص (ف) ساراھ جوڳو- قابل تعريف.

**ستوده ڪار:** ص. نيڪ خصلت- نيڪ.

**سَتُورَ:** ث. سَتر واري- پاڪدامن (عورت).

**سَتُون:** ص. سلسلي ۾ ستين نمبر وارو.

**سُتُونُ:** ذ (ف) ٿنڀ- پايو. رُڪن. منارو.

**سَتُوتو:** ص. ست دفعا وڌيڪ حالت وارو.

**سَتونجاھُ:** ص. هڪ عدد- پنج ڏھا ۽ ست ايڪا (57).

**سَتوھ:** ذ. لاچاري. تاڪيد. لاچار.

**ستوھ رکڻ:** تاڪيد ڪرڻ- پارتائڻ.

**سُتھُ:** ظ. ازخود- پاڻمرادو.

**سَتھتر:** ص. هڪ عدد- ست ڏھا ۽ ست ايڪا (77).

**سَتھٺ:** ص. هڪ عدد- ڇھ ڏھا ۽ ست ايڪا (67).

**سَتي:** ص (سن) سَت واري (عورت). عصمت واري. پرهيزگار- نيڪ. هندن جي رسم موجب، مڙس جي لاش سان گڏ پاڻ کي ساڙي مارڻ واري عورت.

**سُتي:** ث. ننڊي سبب جو هڪ ٻوٽو (جيڪو دوا وغيره پيارڻ وقت چمچي جو ڪم ڏئي). دوا. پيٽ صاف ڪرڻ لاءِ دوا.

**سُتي ڦڪي:** دوا دوارون. علاج.

**سُتي پوڻ:** هيريوڻ- چوس پوڻ- عادت ٿيڻ.

**سُتي وجهڻ:** (ٻار کي) دوا پيارڻ. ننڊي هوندي ئي عادت وجهڻ. هير پيدا ڪرڻ.

**سَتيا:** ث (سن) سگھ. سَچ- سچائي.

**سَتيا ٻڌڻ:** دل جهلڻ. همت ڪرڻ.

**سَتيا گرَه:** ث (سن) سَچ تي قائم رهڻ واري جدوجهد. ڪنهن ڳالھ مڃائڻ لاءِ ڌرتو ماري ويهڻ.

**سَتياناس:** ث. تباهي- بربادي.

**سَتياناس ڪرڻ:** خراب ڪرڻ. تباھ ڪرڻ- برباد ڪرڻ. بگاڙڻ.

**سَتياوان:** ص. همت ڀريو- جامڙد. برجستو- ڦڙت. سُپتيو.

**سَتيائي:** ث. سَتي- پاڪدامن. سخيائي. سچي- وفادار.

**سَتيتاليھ:** ص. هڪ عدد- چار ڏھا ۽ ست ايڪا (47).

**ستيزه:** ذ (ف) فساد- جهيڙو.

**سَتيزه ڪار:** ص. جهيڙاڪ- فسادي.

**سَتين:** ث. ختمي ڏيارڻ واري تقريب جي تاريخ- جمع رات. (ص) ستين جي درجن مطابق.

**سُتيئڙو:** ذ. ٻار کي سُتي وجهڻ جي سِپي.

**سَٿَ:** ث. جماعت. ٽولي. مجلس- ڪچهري.

**سَٿُ:** ذ. ڍڳ- ڍير.

**سَٿ ٿي پوڻ:** سُست ٿي پوڻ- آلسي ٿي پوڻ.

**سُٿائي:** ث. آسان- سولي- سُٿري.

**سَٿرُ:** ث. ٽنگ جو گوڏي کان مٿيون حصو- ران- جوٽ.

**سَٿر تي ڏڪ هڻڻ:** افسوس ڪرڻ. ماتم ڪرڻ.

**سَٿر سَنئون:** ظ. موقعي سان- مهل موجب- آهستي.

**سَٿر مان پُٽ جمڻ:** ٿوري ڪم مان وڏو فائدو ٿيڻ- اَڻ ٿيندي لاءِ ڪاري ٿيڻ.

**سُٿرا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**سُٿرائي:** ث. صفائي- سُٺائي. آساني- سولائي.

**سَٿرَڻ:** م. ڀڪيڙڻ- وڇائڻ. سَندرڻ (مٽي، زمين).

**سُٿرو:** ص. صاف. پاڪ. اُجرو. سوکو- آسان.

**سُٿرا ساٿي اچڻ:** آسان موت مرڻ.

**سَٿري:** ث. ڪانن جي ڍڳي. ٿهي- ڍڳي. دستي (پنن جي).

**سٿلائي:** ث. سُستي- آلس. ضعيفائي.

**سَٿُلُ:** ذ. ساٿو- نستو. موڳو. ضعيف.

**سَٿَڻُ:** م. سَٿو ڪرڻ. هڪٻئي مٿان رکڻ- ڍڳ ڪرڻ.

**سٿڻ:** م. ٽڙتڪڙ ۾ اُڪلائڻ (ڪم). دٻڻ- ڦسڻ.

**سُٿَڻَ:** ث. چيلھ کان هيٺ ڍڪڻ لاءِ هڪ قسم جي پوشاڪ- سلوار- ڪانچ.

**سُٿڻ جو مڙس:** ذ. برادريءَ جو ماٿهو.

**سَٿو:** ذ. ڍڳ- ٿهو- ڪوڙ. ڍير.

**سَٿو سَهڻ:** بوجھ برداشت ڪرڻ. صبر ڪرڻ.

**سَٿي:** ث. ڍڳي. ٿهي (ڪاغذن يا نوٽن جي)- بنڊل.

**سَٽَ:** ث. چِبي- چِڪ. هٿ يا ٻانهن وغيره ۾ عضوي جي چِڪ کان ايذاءُ. نَس چڙهي پوڻ کان سُورَ جي سُوٽَ. ڏڪ- چوٽَ. چِپيٽَ. نقصان- ٽوٽ. اُڇل. تکي ڊوڙ- ڇوھ. ٻارَ جو ڪاڪڙو لهڻ يا ڪو عضوو مڙي پوڻ جو عذر.

**سَٽ اچڻ:** ڪنهن عضوي جو مُڙڻ. ڪاڪڙو لهڻ (ٻار جو). نقصان رسڻ.

**سَٽ پوڻ:** چيلھ ۾ چِڪ پوڻ. چِڪي پوڻ.

**سَٽَ ڏيڻ:** چِبي ڏيڻ- چِڪ ڏيڻ.

**سَٽ ڪڍڻ:** سختگهائي ٿيڻ. چِڙ ٻڌڻ.

**سَٽ ڪٽڻ:** تڪڙي وک کڻڻ- تڪڙو هلڻ.

**سَٽ نه جهلڻ:** جٽاءُ نه ڪرڻ- ناپائيدار هئڻ.

**سَٽ هڻڻ:** جوکي سهڻ لاءِ تيار رهڻ. نوهه پوڻ.

**سَٽَ:** ث. نذرانو- نياز. وڍ ڪٽ. سودو. عيوض. وٽ.

**سَٽَ جُٽڻ:** معاوضو ملڻ. سودو ٿيڻ.

**سَٽَ جوڙڻ:** سودو ڪرڻ. عيوض مقرر ڪرڻ.

**سِٽَ:** ث. رٿ- تجويز. صلاح. سازش- منصوبو. (ع: سطر) هڪ قطار ۾ لفظن جي تحرير. سٽ- ڏِڪ. ٿورو ڏِڪ.

**سِٽَ سٽڻ:** تجويز ڪرڻ. رٿ ڪرڻ. سازش ڪرڻ- منصوبو ڪرڻ.

**سٽون مُنجهڻ:** ڪڪو وڪوٽيڻ.

**سُٽُ:** ذ (س: سوتر) ڌاڳو. ڌاڳن جو مُچو. سُٽ جي تند جو ويڙهو.

**سُٽ پُسائڻ:** لنگهڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**سُٽ مُنجهڻ:** مسئلو منجهي پوڻ. ڳالهه ڏکي ٿيڻ. ڪو معاملو حل نه ٿيڻ.

**سٽ:** ث. برسات وقت بيٺل پاڻيءَ جي ڪناري وٽ سُڪل زمين.

**سٽا، سٽاءَ:** ث. رٿ- پڪ- تجويز. ترتيب. جوڙجڪ- بندوبست.

**سَٽا سَٽ:** ظ. هڪبئي پويان لاڳيتا ڌڪ.

**سٽان:** ث. ڏنو- پيشو- روزگار. بندوبست. حڪمت عملي- حرفت.

**سَٽائو:** ص. سخت- ڏاڍو. زورپريو- ڪَرارو. جاڏو- مضبوط.

**سَٽائو سانگ:** ذ. ڏاڍو لاچار. سخت قسمت.

**سَٽائتو:** ص. ٿورخرچو- ڪفايتي. اسلوب وارو.

**سَٽائڻ:** م. ڪُٽائڻ. پڃ ڪڍائڻ. مار ڪيائڻ.

**سٽائي:** ث. موت جي مهل- سڪرات.

**سَٽجڻ:** م. ڪُٽجڻ. سُمهڻ- آرام ڪرڻ.

**سَٽُرُ وَٽُرُ:** ص. ٿلهو متارو- ڏٿو مٿو (ماٺو). سگهارو. جانٺو. تندرست.

**سَٽ سَٽ:** ث. زورسان ڌڪن مٿان ڌڪ- ڦهڪو.

**سُٽڪائڻ:** م. هڪدم پرايا عيب ٻڌائڻ. ڦوس ڏيڻ.

**سَٽَ ڪُٽَ:** ث. مارڪُٽ. ٻال سان هڪبئي کي سٽڻ جي باراتي رائد.

**سَٽڪار:** ذ. سٽڻ (لٺن وغيره سان) جو آواز. ڦهڪو.

**سَٽڪ مَٽڪ:** البيلي چال- نازانداز.

**سَٽڪڻ:** م. ڌڪ هڻڻ. ڪاهه ڪرڻ. وڙهڻ.

**سَٽڪو:** ذ. ڦهڪو (ڌڪ جو). سٽ ڪُٽ. لاڳيتو ڌڪ. ڌڪن جو آواز. مينهن جو زوردار وسڪارو.

**سَٽڪو ڪرڻ:** هڪبئي مٿان لاڳيتا ڌڪ هڻڻ. وار وارو ڪرڻ.

**سَٽڪو هڻڻ:** ٺوڪ يا طعنو هڻڻ- مهٽو ڏيڻ. ڌڪ هڻڻ.

**سَٽڪو ڪُٽڪو:** مارڪُٽ. ظلم.

**سَٽَلُ:** ذ. ن ه. رٿ- تجويز. منصوبو- سازش. بندوبست. ڏي وٺ واري معهدي مطابق سؤدو (واپر).

**سَٽَل:** ذ. ڏاٽي جي هڪ اوزار جو نالو- ٻاٻيڙ داڻ.

**سَٽَلُ مَٽَل:** ذ. صلاح مصلحت. ڦيرگهير.

**سَٽ مَٽ:** ظ. هڪجهڙو- برابر (سودو).

**سَٽَڻُ:** م. ڇڙڻ- ڦٽو ڪرڻ. ڪيرائڻ. دسڻ. ڪپه يا اَن وغيره کي لَٺن يا ڇڄي سان سٽي صاف ڪرڻ. پڇ ڏيڻ. ڪٽڻ. ڏوٿڻ (ڪيڙو). شڪار لاءِ جهنگ ۾ جانيو هڻي پکي يا جانور اٿارڻ.

**سٽڻ:** م. تجويز ڪرڻ- رٿڻ. سازش ڪرڻ. پَڪ ڪرڻ. جوڙڻ.

**سَٽو:** ذ. ٻول جو سؤدو. پيشگي واپار. داءُ- ٻولُ. واپار جو سؤدو. مٽاسٽا.

**سٽو:** ذ. سَنگ (پوک جو)- خوشو.

**سَٽوڙُ:** ذ. شوخ- سخت- ڏاڍو.

**سَٽوڙِي:** ص. سَٽا هڻندڙ. ٻول جا سؤدا ڪندڙ. سٽي باز.

**سٽي باز:** ص. پيداواري شرط لڳائيندڙ. ٻول جو واپار ڪندڙ.

**سٽي بازِي:** ث. ٻول جو واپار. اڳواٽ سؤدي بازي. شرط.

**سٽي:** ث. رَسي- نوڙي. (شاه)

**سِٽي:** ث (انگ) شهر- وڏو شهر.

**سٺ:** ص. هڪ عدد (60).

**سِٺ:** ث. هجو- گلا- ننداڻ- ڪوار.

**سٺ:** ذ. خوار خراب- بڇڙو.

**سُٺائڻ:** م. وات جو واقف ڪرائڻ.

**سُٺائي:** ث. پاڪائي. صفائي. عمدگي. سهڻائي. چڱائي- خوبي.

**سَٺِرِيا:** ذ. سارين (چانورن) جو هڪ قسم (جيڪي سٺ ڏينهن ۾ ٿين).

**سِٺڻُ:** م. ننڊڻ. ڇٽ ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**سِٺنو:** ذ. گار. پٽ- پاراتو. مهٽو- طعنو.

**سَنُو:** ذ. ٻيهنو- سانگو. موقعو. بندوبست.

**سَنو ڪرڻ:** بندوبست ڪرڻ. جوڙجڪ ڪرڻ.

**سُنُو:** ذ. عمدو- اعلي. اوچو. وڻندڙ. چ- خالص.

**سُنُو سانگو:** وَجهه- موقعو- مهل. حرفت- حڪمت عملي.

**سَنيا:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**سَپُ:** ذ (سن: سَرپ) نانگ- بلا- مارُ.

**سِپَ:** ث. هڪ قسم جو آبي جيت (جنهن ۾ موتي پيدا ٿين)- ڀِپِڙي- صدف.

**سُپُ:** ذ. ڇڄ (اَنُ وَٽڻ جو).

**سُپاتو:** ذ. سکيو- سهنجو. ايماندار. ڀلهو- متارو.

**سَپاٽُ:** ص. سنئون- برابر- لَسو. تراڪڙو.

**سَپاتو:** ذ. هڪ قسم جي زناني جُتي.

**سَپارَ:** ث. محنت- جفاڪشي.

**سُپارَڻُ:** م. حوالي ڪرڻ- سپرد ڪرڻ- سونپڻ.

**سُپاري:** ث. سُٺن عادتن واري- سُلڇڻي.

**سُپاڙو:** ظ. پاڙسوڌو- پاڙسان. (ص) خانداني.

**سِپاس:** ذ. (ف) تعريف- واکاڻ. احسانمنديءَ جو اظهار- شڪرگذاري.

**سِپاس گُذار:** ص. شڪرگذار- ٿورائتو.

**سِپاس نامو:** ذ. شڪرگذاري مڃڻ لاءِ تحرير.

**سِپاهَ (ث)، سِپاهُ:** ذ (ف) لشڪر- فوج- سپاهي.

**سُپاهَت:** ث. نيڪ عادت- چڱائپ.

**سِپاهگيري:** ث. فوجي فرض ادائي. فوجي ڪم. نوڪري. خدمت.

**سِپاهي:** ث. فوجي ماڻهو. ڪانسٽيبل. جنگي سورمو.

**سَپَتَ:** ث. قسم- سوڳند.

**سُپَتَ:** ث. سچائي. ايمانداري.

**سُپَتيو:** ص. سچو. ايماندار. ڪاريٽ وارو (وهنوار ۾). ڪار وهنوار ۾ سچو.

**سَپتا:** ث. ستاوڙو. هفتو.

**سُپ تاريو:** ص. ڳج- نبار- بلڪل نيٺ (سُپ تاريو ڪوڙ).

**سُپَت سنڌو:** اسم خاص. رگويد واري زماني ۾ سنڌ مُلڪ جو نالو.

**سَپجَڻُ:** م. ڄمڻ- ڄاپڻ. خلقجڻ. پيدا ٿيڻ.

**سِپَرَ:** ث (ف) ڍال- کيڙي (جنگي هٿيار). آڏ- روڪ.

**سِپَرَ اَندازي:** ث. جنگ ۾ ڍال اُڇلي هار مڃڻ جي حالت- شڪست.

**سِپَرَ:** ذ (ف) آسمان- فلڪ- اُڀ.

**سُپَرَ:** ظ. چڱيءَ طرح- مو چاري ريت.

**سُپَرَ:** ص (انگ) اعليٰ- اوچو- وڏو. بهترين.

**سُپُرد، سُپُرده:** ص (ف) قبضي ۾ ڏنل- حوالي ڪيل. هٿ ۾ ڏنل.

**سُپُرد ڪرڻ:** حوالي ڪرڻ. هٿ ۾ ڏيڻ. سونپڻ.

**سُپُردگي:** ث. تحويل- حوالي ڪرڻ جو عمل.

**سُپرنٽينڊنٽُ:** ذ (انگ) انتظام ڪندڙ- ناظم.

**سُپروائيزرُ:** ذ (انگ) نگران- ناظم.

**سُپري:** ث. وڏي منهن وارو ديگڙو- ٽپيلو.

**سُپريم:** ص (انگ) سڀ کان وڏو- سڀ کان مٿي. بااختيار.

**سُپريم ڪورٽ:** ث. مُلڪ جي سڀ کان وڏي عدالت- عدالت عظميٰ.

**سُپرين:** ص (سن) پرين- پيارو. دوست. محبوب.

**سَپَڙُ:** اسم خاص. لس ٻيلي جي مشهور سخي سردار جو نالو. سخي سردار.

**سَپڙتائي:** ذ. طوائفن سان گڏ طبلو وڄائيندڙ.

**سُپڙُو:** ذ. ٻچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

**سُپَڪُ:** ص. چڱيءَ طرح پڪل.

**سَپ ڪَنڙو:** ص. ٻوڙو- آهستي ٻُڌندڙ.

**سَپلائي:** ث (انگ) پهچائڻ واري حالت- رسائي- فراهمي.

**سَپليمينٽ:** ذ (انگ) اضافي مواد. ضميمو.

**سِپَنج:** ذ. ربڙ مان ٺهيل سوراخدار ڪَکَرُ.

**سِپَن دوش:** ص. خراب خيال وارو- بدمزاج.

**سِپنو، سُپنو:** ذ. خواب- رُويا.

**سَپُوٽُ:** ذ (سن: سُپُتر) صالح پُٽ- چئيوان پُٽ. تابعدار پُٽ. سلڇڻو پُٽ.

**سَپوتو:** ص. داناءُ- عاقل. بردبار.

**سَپورَنجُ:** ص. سمجهو- ڏاهو. سلڇيل ذهن وارو- سياڻو.

**سُپورو:** ذ. ٽيڪو- وزن. سفارش.

**سَپُورڙ:** ث. دبڙات- دڙڪو.

**سِپَهُ:** ذ (ف) فوج- لشڪر- سپاهه.

**سِپَهُ سالار:** ذ. فوج جو ڪماني- جرنيل- لشڪري اڳواڻ.

**سِپَهگيري:** ث. فوجي نوڪري- سپاهيءَ جو پيشو.

**سِپَهر:** ذ (ف) ڏينهن جو ٽيون پهر- ٽپهري.

**سِپِي:** ث. ننڍي سپ. سپَ جو هڪڙو پڙ.

**سِپيد:** ص (ف) سفيد- اڇو.

**سُپيدي:** ث. سفيدي- اڇاڻ.

**سُپيدَه:** ذ (ف) پرهه ڦٽيءَ جي اڇاڻ. اڇو رنگ. اڇو پائوڊر.

**سُپيرو:** ذ. ٻير سجاتندڙ- پيري.

**سَجَ:** ث.شڪل.اندز.آرائش.

**سَجِ ڏَجَ:** ذ.هارسينگار-زيبزينت.

**سِجُ:** ذ.سورج-آفتاب-شمس.

**سِجُ اُبِرئي:** ظ.سج اُبرڻ وقت- صبح جو سويل.صبح جي مهل.

**سِجِ ٻہ پاڇا هڻڻ:** سدائينهڪ حالتم نهڻڻ.

**سِجِ تري هيٺ لڪائڻ:** پـڌري ڳالهه کي لڪائڻ جي اجائي ڪوشش ڪرڻ.

**سِجِ ڪاپار تي اچڻ:** تاڪ منجهند ٿيڻ.

**سِجِ کي پتر هڻڻ:** سج لٿي کان اڳ رات جي ماني کائڻ.

**سِجِ کي ڏيئو ڏيکارڻ:** وڏيون ٻٽا ڪون هڻڻ.

**سِجُ لَٿي:** ظ.سج لهڻ جي مهل-نماشام.

**سِجُ گِرهَڻُ:** ذ.ڌرتي ۽ سج جي وچ ۾ چنڊ اچڻ ڪري سج لڪي وڃڻ-ڪسوف.

**سِجِ لهڻ:** ڳلاروٿيڻ.بي همت ٿيڻ.بي مانوٿيڻ.

**سجاتو:** ذ.وڏڻ يا سٽيءَ جا تاندورا.سِٽيءَ مان نهيل نوڙي.

**سَجاتي:** ص.ذات ڀائي-هم قوم.

**سَجاد:** ص(ع) سجدو ڪندڙ.

**سَجادَه:** ذ(ع) مُصلو.بزرگ جي مسند.درويش جي گادي.

**سَجادَه نشين:** ص.ڪنهن بزرگ جي گاديءَ تي وينل.

**سَجارو:** ص.اڪابر-ڏاهو.دوراند يش.

**سُجاري:** ث.ٻرندڙ ڪاني.

**سُجاڳُ:** ص.ننڊ مان جاڳيل.جاڳيل- بيدار.هوشيار- باخبر.چوڪس.

**سجاڳ ٿيڻ:** اُٿڻ(ننڊ مان).خبردار ٿيڻ.بيدار ٿيڻ.جاڳڻ.

**سجاڳ ڪرڻ:** جاڳائڻ(ننڊ مان).خبردار ڪرڻ.بيدار ڪرڻ. اڳواٽ آگاهه ڪرڻ.

**سُجاڳائي:** ث.سجاڳي-بيداري.خبرداري.

**سُجاڳو:** ذ.صبح جو اجالو.سانجهيءَ واري روشني.سويل.

**سجاڳي:** ث.جاڳ(ننڊ مان)-بيداري.خبرداري.هوشياري.

**سُجانُ:** ص.سمجهو- ڄاڻو.سياڻو- عاقل- داناءُ.عالم.

**سَجاوَتي:** ذ.سج اُڀرڻ وقت پوندڙ مٽي جو سُور.

**سَجاوَتَ:** ث.ڏيکاءُ- سينگار.ناهَنوهه-آراستگي.

**سِجاوَل:** اسم خاص.ٺٽي ضلعي ۾ هڪ تعلقي ۽ شهر جو نالو.مرد جو نالو.

**سجاهڻ:** م.مارڻ-مارڏيڻ.

**سَجائِڻُ:** م.سينگارڻ-آرائش ڪرڻ.رونق وٺائڻ.

**سَجائِي:** ث.ٿَڙ(اٺ جا).

**سَجايو:** ص.مناسب هنڌ تي.چڱيءَ جاءِ تي.موزون- مَناسب.فائدي وارو.ڪمائتو.(ث.سَجائِي).

**سِجِ چنڊ:** ذ.آسماني گِرهَ.

**سَجدو، سِجدو:** ذ(ع: سجده) زمين تي مٿو ٽيڪڻ.نماز ۾ زمين تي پيشاني رکڻ.

**سجدو ڪرڻ:** سِر نوائڻ-مٿو ٽيڪڻ.امر مڃڻ.

**سجده سَهو:** ذ.نماز ۾ ڀُل چُڪ ٿيڻ جو سجدو.

**سَجده گاه:** ذ.سجدو ڪرڻ جي جاءِ.نماز جو هنڌ.مسجد.

**سجده گُذار:** ذ.سجدو ڪندڙ.

**سَجعَ:** ث(ع) پڪين جي لات.ٻن جُملن جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ جهڙن لفظن وارو نثر- نثر مقفيٰ.

**سَجَڪو:** ص.سجهائتو.

**سِجل:** ص.سهڻي.نفيس-نازڪ (ڇوڪري).

**سِجلائڻ:** م.بندوبست ڪرڻ.سُڌارڻ-سَنوارڻ.

**سَجلائتو:** ص.ترتيب سان-قريني وارو.

**سَجلائِي:** ص.سليقو-اسلوب.خوبي-سُٺائي.دانائي.

**سجلو:** ص.سليقي مند.باشعور.

**سَجڪَڻ:** م.سَٽڻ-پرڻ.چنبڙڻ- چهٽڻ-سَجڻ.

**سَجَڻُ:** م(سن) سينگارجڻ.

**سُجُودُ:** ذ(ع) سجدو.

**سَجوڙي:** ث.سٺائي- سوڀ.عافيت.سهڻي گڏ جاتي.

**سَجوڙي ٿيڻ:** ٻيڙو پار ٿيڻ- سوڀ ٿيڻ.

**سَجوڪو:** ص.ٻنا جوڪي وارو- سولو-آسان.

**سَجِي:** ث.لاٽيءَ جي ڪار (ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ ديسي ڪار).تاندن جي ٻهه تي پچايل ٻڪر يا دُنبي جو گوشت.بلوچڪي معاشري جو خاص طعام.

**سَجيهُ:** ص.گهڻو- وڌيڪ-زياده.

**سِجُ:** ذ.سِجُ-آفتاب.

**سُجانُ:** ص.سمجهو- عقلمند- ڏاهو.خبردار- هوشيار.ڄاڻو.

**سُجائڻُ:** م.سوڄ ڪرائڻ.(ڪوڙ م) مُنهن چاڙهڻ.ڦوڪڻ (ناراضگيءَ ۾).ڏاڍي مار ڪري بدن تي سوڄ چاڙهڻ.

**سَجائِي:** ث.سنميت.بينائي (اکين جي).سُڄيتائي (دل جي).

**سَجِتَ:** ذ.سجي پاسي وارو وهندڙ ڏاند.

**سَجَرُ:** ص.تازو (ڪاٺ،پاٽي وغيره).

**سَجِرائِي:** ث.تازگي-طراوت.تندرستي-چگِيلائي.

**سَجَڻُ:** ص (سن: سجن) خيرخواهه. ڀلائي چاهيندڙ. همدرد. دوست-يار.محبوب-پرين.

**سجڻائِي، سجڻپائي:** ث.خيرخواهي-ڀلائي-گهڻگهرائي.

**سُجَڻُ:** م. سوڄ چڙهڻ سبب ڦوڪجڻ (عضوو، سنڌ، وغيره)- آماسجڻ. ٿوٿرجڻ. ڦنڊجڻ. ٿلهو ٿيڻ. ڦوڪجڻ. آپامجڻ. ناراض ٿيڻ.ٻڌجڻ-سڄڻ.

**سَجو:** ص.پورو-ثابت: مڪمل. سجو-سائو (هٿ.پاسو). نظر وارو-سالم (اکين وارو).(ث.سجي).

**سَجو سارو:** سڀ جو سڀ-سمورو.ٻيرائتو.پورو-مڪمل.

**سجو سنئون ٿيڻ:** ڏاڍو سچار ٿيڻ-پڪو ديندار ٿيڻ.

**سَجو لَنوائڻ:** ساڄي پاسي کان ڪانوَ جو لنوڻ-فائدو ٿيڻ-فائدي ملڻ جي جاءِ پوڻ.

**سجي اک ڦڙڪڻ:** فائدي جو سوڻ ٿيڻ.

**سَجي لِگَين:** ظ.تندرست-چڱو ڀلو.

**سَجِي:** ث.ڀلائي-خيرخواهي.فائدو.

**سَجِي وَهڻ:** چڱا ڀير ڪڻ.ڀلو ڪرڻ-مدد ڪرڻ.

**سَجي ۾ هئڻ:** ڀلائيءَ ۾ هئڻ.ڀلو چاهڻ-فائدي ۾ هئڻ.

**سَجُهه:** ذ.وجهه-موقعو.وارو-داءُ-ٻل.بهانو-اٽڪل.

**سَجهائتو:** ص.مهلائتو-وقتائتو.ٻوري مهل تي.

**سَجهه وَجهه ڏورڻ:** اٽڪلون رٿڻ.صلاحون پچائڻ.

**سُجهاڪو، سُجهاڳو:** ذ. فجر يا نماشام جو وقت (جنهن ۾ سوجهرو گهٽ هوندو آهي).

**سَجهائڻ:** م.ٻوري ٽڪ ٻڌڻ.سَنڌائتو ڏڪ هڻڻ.

**سِجهائِڻُ:** م. ڪومائڻ-بي رونق ڪرڻ.اُجهائڻ.ڳارڻ-جهورڻ. بيوس ڪرڻ-هيڻو ڪرڻ.فنا ڪري ڇڏڻ.

**سُجهائِڻُ:** م.ڏيکارڻ-واقف ڪرڻ-سمجهائڻ.محسوس ڪرائڻ.

**سُجَهندو:** ذ.سوجهرو-اُهاءُ.فجر جي وقت جي روشني.(ظ) سوير.

**سَجهڻ:** م.سولو ٿيڻ.پورو ٿيڻ.

**سِجَهڻُ:** م. ڪُومائڻ-بي رونق ٿيڻ. هيڻو ٿيڻ. اُجهامڻ-وسامڻ. ڳرڻ (جسم).جوش ۾ رجهڻ.ٻچڻ.

**سجهي وڃڻ:** ختم ٿي وڃڻ-ڪمزور ٿيڻ.

**سُجَهَڻُ:** م. معلوم هجڻ-خبر هجڻ. ٿُرڻ (دل ۾)- ڀانئڻ. محسوس ڪرڻ.

**سَجهوڳ:** ذ.آسرو-اُميد.سهولت.چڱائي-سنو ڪم.

**سَجهيءَ:** ظ.اجايو.وڌيڪ-نهايت.

**سَڄَ:** ث. نشاندهي-ڏس پتو-اشارو. نشاني بازي. آڱر جي اشاري سان ڏسَ.

**سَڄون ڪرڻ:** نسبت جو اهڃاڻ ڏيڻ.سڌ ڏيڻ-وراٽي ڏيڻ.

**سُڄَ:** ث.ويراني-ٻينگ.تباهي.رڻ-صحرا.غيرآباد زمين.ڀڙڀانگ.

**سُڄ ڪرڻ:** ٻينگ ڪرڻ.ناس ڪرڻ.ڪُٺائڻ-ڪپائڻ.

**سُڄ واڪا ڪرڻ:** ويراني هجڻ.

**سُڃاڻَپُ:** م.شناخت ٿيڻ-سڃاڻجڻ.اهڃاڻن مان معلوم ٿيڻ.

**سُڃاڻَ:** ث.واقفيت.ٻڃاڻ-ڏيٺ.ملاقات.

**سُڃاڻُ:** ص.واقف-شناس-سُڃاڻو.

**سُڃاڻَپ:** ث.ڄاڻ سڃاڻ.ڏيٺ ويٺ-واقفيت-شناسائي.

**سُڃاڻَڻُ:** م. ڄاڻڻ-شناس ڪرڻ. پرکڻ. واقف هئڻ. لحاظ ڪرڻ- مروت ڪرڻ.قدرشناسي.

**سُڃاڻي سگ ڏيڻ:** لياقت آهر درجو عطا ڪرڻ.

**سُڃاڻُو:** ص.ڄاتل سڃاتل.واقف-شناسا.

**سُڃائي:** ث.ٻينگ-مفسلي.ڪنگالپڻو.ڪُنلائي-محتاجي.

**سَڃَڻُ:** م.اشاري سان ڏيکارڻ-نشاندهي ڪرڻ.اکين سان تڪڻ. نظربازي ڪرڻ. چِست ٻڌڻ-نشانو چُٽڻ. نشان ڪرڻ. هٿ لاءِ لارڻ-سڌي ڪرڻ (تلوار).

**سُڃو:** ص.اجاڙ-ويران-ڀڙڀانگ. غيرآباد. برباد-تباهه.ڪُٺل- ڪنگال.مسڪين.

**سُڃو سَکڻو:** ص.ٻکيو اُگهاڙو-مفلس.

**سَڃهَر:** ذ.سُڃوهنڌ-ويراني-بيابان.

**سَچ:** (سن: سَتَ) راستي-صدق.حق.(ص) درست-صحيح.(ظ) واقعي-درحقيقت.(ث) ٻلورن راند ۾ مرڪزي گل.

**سَچ تـه بيٺو نَچ:** سچائيءَ ۾ دٻ داءُ نه هئڻ.

**سَچ جي ٽوپي پائڻ:** سچو ڏيان يا خيال رکڻ.

**سَچارُ:** ص.سچ ڳالهائيندڙ-راستگو.ايماندار.سِڀيتو.

**سَچارو:** ص.سچو-سچار.

**سَچائِي:** ث.صداقت-راستي-سچ.ايمانداري.

**سچائي ڏيکارڻ:** سچو رهڻ.محبت ڪرڻ.

**سَچ پَچ:** ظ.سچائيءَ سان-حقيقت ۾.

**سَچ پِچائي:** ظ.سچ پچ.

**سَچِرُ:** ص.ڊوٽي کائيندڙ (جانور،وهٽ).

**سَچل:** اسم خاص.سنڌ جي وڏي شاعر حافظ عبدالوهاب درازيءَ جو

تخلص ۽ عمر نالو "سچل سرمست".

**سُڄَل:** ص. چرندڙ ڦرندڙ. تکو- تيز.

**سَچلو:** ص. ڪمائتو- ڪارائتو.

**سَچو:** ص. راست گو- صادق. اصلي- کرو- نج. ايماندار. درست- صحيح. (ث. سچي).

**سَچو پَچو:** ذ. حقيقي- اصلي. اهو ساڳيو.

**سَچُو:** ص. سچ چوندڙ- سچار. سچل سرمست جو تخلص.

**سَچي:** ث. سچ. سچو واقعو يا ڳالهه.

**سَچي ڪرڻ:** ٻاسڻ- قبولڻ (اقرار ڪرڻ).

**سَچي لائي:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو. جنهن جي ڪاٺين مان ڪارنهي.

**سُڄيتُ:** ص (س) هوشيار- ڏاهو- عقلمند. داناءُ. آگاهه- خبردار. ڳڻ ڳوت ڪندڙ- دوراندیش.

**سُڄيتائي:** ث. خبرداري- هوشياري. ڏاهپ. هوشمندي.

**سُڄيلو:** ذ. باز جو هڪ قسم (تلورن ۽ ڪونجن جو شڪار ڪندڙ).

**سَحابُ:** ذ (ع) ڪڪر- بادل.

**سَحَر:** ث (ع) پرهه ڦٽي- اَسُر. فجر.

**سحرگاهه:** ظ. علي الصبح- پرهه ڦٽي ۽ سان.

**سِحرُ:** ذ (ع) جادو- فسون- طلسم. ٽوڻو.

**سِحر آگين:** ص. جادوءَ سان ڀريل.

**سِحر آميز:** ص. جادوءَ وارو. جادو لڳل.

**سِحر بَيان:** ص. تقرير يا گفتگو ۾ جادو پيدا ڪندڙ. فصيح- بليغ.

**سَحَري:** ث (ع) روزي رکڻ لاءِ اَسُر جو کاڌو.

**سَخا:** ث (ع) فياضي- بخشش- دريادلي. دان- خيرات.

**سَخاوَت:** ث. سخا- بخشش. خيرات. دريادلي.

**سَختُ:** ص (ف) ڏاڍو. مضبوط. پڪو. ڏکيو- اهنجو. شديد. بخيل. بيرحم.

**سخت جاني:** ث. برداشت جو مادو. جٺ ڪشي.

**سخت زمين:** پڪي مٽي ۽ واري زمين. شاعريءَ ۾ ڏکيو بحر (قافيو. رديف).

**سخت گيرُ:** ص. ظالم- ڪٺور. معمولي ڏوهه تي به وڏي سزا ڏيندڙ.

**سخت مزاج:** ص. چيڙاڪ.

**سُختَر:** ذ. پير جي بچاءَ لاءِ بوٽ جي اندر پيل چم جو ٽڪر.

**سَختي:** ث (ف) ڏاڍائي. مصيبت- تڪليف.

**سختي ڪرڻ:** ڏاڍائي ڪرڻ. جبر ڪرڻ. سزا ڏيڻ. تڪليف ڏيڻ.

**سَختيون ساڀ ٿيڻ:** تڪليفون اجايون نه وڃڻ- لاڀ حاصل ٿيڻ.

**سُخُن:** ذ (ف) لفظ. جملو. شعر. متولو. گفتو- ڳالهه ٻولهه. قول- واعدو- انجام. سُنهن- قسم.

**سُخن ڪرڻ:** قول ڪرڻ- قسم کڻڻ.

**سُخن کي سينگار ونائڻ:** شاعريءَ ۾ رنگيني پيدا ڪرڻ.

**سُخن ملڻ:** ڳاريون ملڻ.

**سُخن آفرين:** ص (ف) شيرين زبان- فصيح. شاعر.

**سُخن آور:** ص (ف) خوش گفتار- خوش بيان. تقرير ڪندڙ.

**سُخن پَرور:** ذ. پنهنجي ڳالهه کي وزن ڏيندڙ. هٺيلو- ضدي.

**سُخن پَروري:** ث. هٺ ڌرمي- تعصب- ضد.

**سُخن چيني:** ث. چغلخوري- لائي چائي.

**سُخُندان:** ص (ف) فصيح ۽ بليغ. شاعر. مترر. عالم. سخن فهم.

**سُخن رَس:** ص. هوشيار- سمجهدار- تيز فهم.

**سُخن ساز:** ص. شاعر- خوش بيان- فصيح. مڪار- عيار.

**سُخُن سَنج:** ص (ف) شاعر- ڪوي.

**سُخن سَنجي:** ث. شاعري.

**سُخن شناسي:** ث. ڪلام کي سمجهڻ جو فهم. سخن جي قدرداني.

**سُخُن طَراز:** (ف) شاعر.

**سُخن طرازي:** ث. شاعري.

**سُخن فَهمُ:** ص (ف) سُخن کي سمجهندڙ. گفتي يا قول جو قدردان. شاعر.

**سُخن فهمي:** ث. شعر يا تقرير کي سمجهڻ.

**سُخُنگوئي:** ث (ف) شاعري. فصاحت بلاغت.

**سُخُنورُ:** ص (ف) قول پورو ڪندڙ. شاعر.

**سُخُنوَري:** ث. شاعري. خوش بياني.

**سَخي:** ص (ع) فياض- دريا دل. ڏاتر.

**سَدّ:** ث (ع) روڪ. ديوار. بَند. بَمند.

**سَدباب:** ذ. قطعي ممانعت. روڪ- بندش.

**سَدراهَ:** ث. رستي جي روڪ. رنڊڪ- اَٽڪ.

**سَدراه ٿيڻ:** مزاحم ٿيڻ- وچ ۾ اَڙ ٿيڻ.

**سَدا:** ظ. سدائين- هميشه.

**سدا:** ث. سدائي. ٻاڪائي.

**سَد آچاري:** ص. سُٺي هلت وارو- اشراف- سُلچتو.

**سَدا:** ذ (س) هميشه- مدام- دائم- سدائين.

**سَدابَهار:** ص.هميشه سرسبز.هڪ قسم جو گل.

**سَداتُورو:** ذ.سبا جهڙو- حليم.سدورو.

**سَداد:** ذ.سچائي- صدق.سنوت.

**سَدا سُهاڳڻ:** ث.(دعائيہ جملو) جنهن جو مڙس هميشه جيئرو رهي.سهاڳڻ.

**سَدا گُلابُ:** ذ.گلاب جي ٻوٽيءَ گلن جو هڪ قسم.

**سَداوَت:** ث.محبت.اُلفت.دوستي (ضد.عداوت).

**سَدامُدا:** ظ.هميشه- سدائين- ٻارهوني.

**سَداوَت:** ث.محبت.دوستي.خلوص.(ضد.عداوت).

**سَدا ورت:** ذ.روزانو غريبن ۾ ورهائجندڙ.خيرات- لنگ.

**سَدائين:** ظ.هميشه- نت.دائم- مدام.

**سدائين سَرس ٿيڻ:** هروقت سوڀارو ٿيڻ.هميشه بختوارو هئڻ.

**سدرَهْ:** ذ(ع) هڪ قسم جو وڻ.

**سدرَة المُنتَهيٰ:** ذ.مٿي (آسمان تي) هڪ آخري وڻ (جنهن کان اڳتي جبرئيل وڃي نٿو سگهي).

**سدروڪو:** ذ.ڏاهو- عقلوارو.

**سدڪارَ:** ث.هڪ ٻاراتي بيماري (جيڪا سٽپ ڪائي مٿان ٻاتي پيئڻ سبب ٿئي).

**سَدورو:** ص.ڀاڳ وارو- ڀاڳ ڀريو- خوش نصيب.سلڇڻو. (ث.سَدوري).

**سَدومَدي:** ظ.سدائين- هميشه.

**سَديشي:** ص.ساڳئي ڏيهه جو- هم وطن.

**سَديَو:** ظ.هميشه- ٻارهوي.نت- سدا.

**سَدَ:** ث.خواهش- آرزو- تمنا.شوق- چاهه.دل جي مراد.حرص- طمع- لالچ.

**سَدَ ڪرڻ:** خواهش ڪرڻ.مرضي ٿيڻ.حرص ڪرڻ.

**سڌ:** ص(سن) پورو- ختم.مڪمل- سالم.درست.حاصل.

**سَڌ ڪرڻ:** حاصل ڪرڻ (مقصد).

**سَڌ:** ث.سڌائي- سنوت.

**سُڌ:** ث.خبر.چاڻ.آگاهي.هوش.خيال- ڌيان.

**سُڌ ڏيڻ:** حال احوال ڏيڻ- خبرچار ٻڌائڻ.

**سُڌ رکڻ:** خبر رکڻ- ڄاڻ رکڻ.هوش ڪرڻ.سنڀال ڪرڻ.

**سُڌ لهڻ:** معلوم ڪرڻ.تحقيق ڪرڻ.پرگهور لهڻ.سيکت ڏيڻ.

**سُڌُ، سُڌي:** ذ.گوشت جي مشڪ.پيچش وغيره ۾ نڪتل آندن جي غلاظت- پور.

**سَڌائتو:** ص.آرزومند- خواهان.

**سُڌارُ:** ص.سڌاريندڙ- ٺاهيندڙ- صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ لفظ (ڳوٺ سڌارَ وغيره).

**سُڌارَڪُ:** ص.سڌارو ڪندڙ- مصلح.

**سڌارَڻُ:** م.روانو ٿيڻ- وڃڻ.مري وڃڻ.

**سُڌارَڻُ:** م.درست ڪرڻ- نيڪ ڪرڻ.اصلاح ڪرڻ.سيکارڻ.سنوارڻ.

**سَڌارو:** ص.سَڌائتو- خواهشمند.

**سُڌارو:** ذ.درستي.ٺاهپ.ترقي- واڌارو.اصلاح.

**سُڌاري جو پُچ ٻڌڻ:** اجايو پاڻ کي چڱو مڙس سڏائڻ.

**سڌانت:** ذ(سن) اصول- مَتو.

**سَڌائتو:** ص.سَڌون ڪندڙ.خواهشمند.(ث.سڌائتي).

**سَڌائڻُ:** م.سَڌ ڪرڻ.خواهش ڪرڻ.اُتساهڻ.

**سِڌائي:** ث.سَنوت.همواري.

**سِڌائي وٺڻ:** ٺاهه ڪرڻ.عقلواريون ڳالهيون ڪرڻ.

**سڌٻالو:** ذ.زناني زيور جو هڪ قسم (ڪرائيءَ ۾ پائڻ جو).

**سُڌ بُڌ:** ث.سمجهه- هوش.خبرچار.خبرگيري.عقل.تميز.واقفيت.سنڀالَ.

**سُڌ ٻُڌ نه رهڻ:** ڪابه خبر نه رهڻ- هوش حواس نه رهڻ.

**سُڌ پُڌ:** ظ.سچ پچ- واقعي.هوبهو.عين- ٺڙ.جڻڪ- گويا.

**سَڌُرُ:** ص.پختو.مکيہ.جبرو- ڏاڍو.سکيو- دولتمند- تونگر.

**سُڌرائي:** ث.مضبوطائي.شاهوڪاري- تونگري.

**سُڌرڻُ:** م.درست ٿيڻ- صحيح ٿيڻ.ترقي ڪرڻ.مهذب ٿيڻ.

**سُڌريلُ:** ص.درست ٿيل.سنواريل.واڌارو ڪيل.سنئين راهه تي.نيڪ.سلڇڻو.

**سڌمو:** ذ.پڄنديءَ وارو.مددگار.

**سُڌ سماءُ:** ذ.خبرچار- واءُ سواءُ.

**سُڌ سمجهه:** ث.پروڙ- ڄاڻ.

**سڌڻ:** م.سنئون ٿيڻ.پورو ٿيڻ.راس ٿيڻ.

**سِڌو:** ظ.سنئون- هموار.سامهون- مقابل.صاف- ٺڙ- نيڪ.ايماندار- نيڪ.اُپو ٻينل.

**سڌو سادو:** ص.سنئون سنواٽو.سادو سُودو.ڀالو ڀولو.

**سڌو سَنئون:** ذ.سولو.سنواٽو- سُوڌو.

**سِڌو ڪرڻ:** سنئون ڪرڻ.هموار ڪرڻ.سندرڻ (پَٽ.زمين).سنئين راهه تي آڻڻ.سيکت ڏيڻ.

**سڌو هلڻ:** سنئون هلڻ. نيڪ نيتي اختيار ڪرڻ. سچائيءَ سان هلڻ.

**سڌي:** ث. سنئين. درست. سنوت واري.

**سڌي راهه:** ث. حق جي واٽ- صراط المستقيم.

**سڌيءَ طرح:** ظ. فضيلت سان. شرافت سان. سوليءَ طرح.

**سڌيون ٻڌائڻ:** ساف چئي ڏيڻ. ڪٽ جواب ڏيڻ. منهن تي جواب ڏيڻ. سچ ٻڌائڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**سُڌيان:** ذ. نهراڻ- رڌ. مسئلو.

**سُڌير:** ص. هوشيار- سچ ڳ. بردبار. عقلمند- ڏاهو. سمت مر آيل.

**سُڌيو:** ص. سڌو وارو. چٽو.

**سَڏ:** ذ. سڏڻ لاءِ آواز- پڪار. دعوت- نينڍ- ڪوٺ.

**سڏ تي اچڻ:** وقت تي واهر ڪرڻ.

**سڏ پنڌ:** ذ. سڏ جي آواز رسڻ جيترو مفاصلو (عام طور اڌ ميل ڪن جو مفاصلو).

**سڏ ڏيڻ:** شادي مراديءَ جي موقعي مر شريڪ ٿيڻ لاءِ دعوت ڏيڻ.

**سڏ سُلو:** ذ. هڪل هوڙ- ڪم ڪار.

**سڏ وهيڻو:** ذ. هڪل تي حاضر ٿيندڙ. واهرو- مددگار.

**سڏ مر سڏ ڏيڻ:** مهل سر ڪم اچڻ. هڪل سان حاضر ٿيڻ.

**سڏائڻ:** م. ڪوٺائڻ- گهرائڻ. چوائڻ.

**سڏجڻ:** م. ڪوٺ ٿيڻ. مشهور ٿيڻ.

**سڏري:** ث. تلوار جي پٺ.

**سُڏڪڻ:** م. سڏڪا ڀري روئڻ. ٿڏا ساهه ڀري روئڻ- ڏسڪڻ.

**سُڏڪو:** ذ. روئڻ مر هڏ ڪوٺي وانگر آواز (ٿڏا ساهه ڀرڻ ڪري).

**سُڏڪا ڀرڻ:** روئڻ. تمام گهڻو روئڻ.

**سڏڻ، سَڏڻ:** م. سڏ ڪرڻ- پڪارڻ. آواز ڏيڻ. طلب ڪرڻ- گهرائڻ. دعوت ڏيڻ. ڪوٺڻ.

**سڏتي:** ث. اُبتي ترار- پنيري ترار.

**سڏو:** ذ. سڏ- ڪوٺ- گهر.

**سُڏو:** ص. ننڍي منهن وارو.

**سُڏي:** ث. سهڻي- سهائو پڪ.

**سُڏيت:** ص. صحيح- درست. سچو. پورو- برابر.

**سڊول، سُڊول:** ص. سهڻي ڳهاڙيءَ وارو- ڊولائتو. موزون هڏن ۽ وارو. سهڻو- خوبصورت.

**سُڊال:** ص. سيبتو- سياڻو. نيڪ عادت وارو.

**سڏڻ:** م. دل جهلي اچڻ. ڪاهه ڪرڻ.

**سَر:** ذ. (انگ) جناب- حضور- سائين. اهو پتو جيڪو پيسڪوٽ راند مر ڪتي وڃي.

**سَر:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو. جنهن جا ڪانا پکن وغيره هن مر ڪم اچن ۽ ڳهه مان نوڙيون ٺهن.

**سر اُٿلائڻ:** دنيا جو آزمودو پيرائڻ.

**سُر:** ذ (ف) سرَ- مٿو. چوٽي. مُنڍ.

**سُر:** ذ (س) تلاءُ. ڍنڍ. تيز. سُرَ جي ٻوٽي جو ڪنو.

**سر:** ث. ڦڙهي- قطار. موتين متڪن وغيره جي لڙهي.

**سر:** ث. چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل چوڪور ٺڪر (جيڪ ڪچي يا پڪل. جڏهن ٺاهڻ يا وساري مر ڪم اچي)- خشت (ف).

**سر سر ڪي نه مڙڻ:** عمارت ڪري پوڻ. تباهي ٿيڻ. ويراني ٿيڻ.

**سِر:** ذ (ع) راز- ڀيد- ڳجهه.

**سِر:** ذ (ف: سَر) مٿو. دماغ. مُنڍ. چوٽي.

**سر بدر ڪرائڻ:** مٿو ڪوڙائڻ- روڌو ٿيڻ.

**سر تان آهو ڪنڻ:** جان جو آسرو لاهڻ.

**سير تريءَ تي رکڻ:** جوکي سهڻ لاءِ تيار رهڻ.

**سر تي:** ظ. مٿي تي. مٿان. ذمي.

**سر تي چڙهڻ:** مٿي تي اچڻ. مٿان پوڻ. گستاخ ٿيڻ.

**سر تي سهرا هئڻ:** گهوٽ ٿيڻ. فتح حاصل ڪرڻ. ذميوار هئڻ.

**سر تي سهڻ:** برداشت ڪرڻ.

**سر تي ڪفن ٻڌڻ:** هر وقت مرڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

**سر تي وسائڻ:** بار کڻڻ- ذميواري کڻڻ.

**سر تورڙ:** ظ. تمام گهڻي (ڪوشش. محنت).

**سر جو سينهون:** ص. سٽ ڏيندڙ- آڏر ڏيندڙ.

**سر جي سٽ ڏيڻ:** جوکائتو ڪم ڪرڻ.

**سر جي لڳڻ:** جيءَ تي جوکو نه هجڻ.

**سر جهڪائڻ:** مٿو نمائڻ- ڪنڌ جهڪائڻ. آڻ مڃڻ. تعظيم ڪرڻ. شرمسار ٿيڻ. احسانمند ٿيڻ.

**سر چڙهڻ:** سامهون يا مقابل ٿيڻ.

**سر ڌڙ جي بازي لڳائڻ:** محنت مر پوري طاقت استعمال ڪرڻ. جان جي پرواهه نه ڪرڻ.

**سر ڏيڻ:** جان ڏيڻ- قربان ٿيڻ.

**سر سان:** ظ. جان سان. ساهه سان.

**سر سهائڻ:** جان جي بازي لڳائڻ.

**سر صدقو ڪرڻ:** جان قربان ڪرڻ.

**سر قلم ڪرڻ:** سسي ڪپڻ- قتل ڪرڻ.

**سر کائڻ:** مٿو کائڻ.هل ڪرڻ.گوڙ ڪرڻ.بڪ بڪ ڪرڻ.

**سر کپائڻ:** مغزماري ڪرڻ- مٿو هڻڻ.ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ.

**سر ۾ خاڪ وجهڻ:** ماتم ڪرڻ.افسوس ڪرڻ.

**سُرُ:** ذ (سن) آواز.راڳ جي بنيادي ستن آوازن مان ڪوبه هڪ آواز (سا- ري- گ- ما- پا- ڌا- ني).راڳ.راڳڻي.ڌن- لئي.آواز جي رمز-اشارو.

**سُر پائي ثيڻ:** هڪ صلاح ٿيڻ- رازدار ٿيڻ.

**سُر ڏيڻ:** مخفي اطلاع ڏيڻ.راز بيان ڪرڻ.

**سُر لهڻ:** ڪجھ معلوم ڪرڻ- انت لهڻ.

**سُر ملائڻ:** هام ها ڪرڻ- تائيد ڪرڻ.

**سُر وديا:** ث.علم موسيقي.

**سَرا:** ث.گھر.جاءِ- مڪان.

**سَرابُ:** ذ (ع) واريا سي زمين جو اُس ۾ چمڪو.رُڃ.دوکو- فريب.رُڃ جو ڏيکاءُ.

**سَرابُ:** ذ.پاراتو- پِٽَ- بددعا.

**سَراپا:** ظ (ف) مٿي کان پيرن تائين.نُنهن کان چوٽيءَ تائين.ڪُل- سڀ.

**سَراپڻ:** م.پاراتو ڏيڻ- پِٽڻ.

**سراپجڻ:** م.لعنت پوڻ- پِٽجڻ.ڊِجڻ- ٺهڻ.

**سراجُ:** ذ (ع) ڏيئو- چراغ.سِجُ.

**سُراجو:** ص.لوتيانو- نمڪين- سلوتو.

**سَراڌ:** ذ (سن:شراڌ) هندن ۾ مُئي جي ماني ڪرڻ واري رسم.

**سَرارو:** ص.ستوئي سڌو- سنئون سڌو.

**سراڙو:** ذ.وِڪَ- پرانگھ.گھوڙي جي هڪ چال- تمام تيز ڊوڙ- سرميدان.

**سراڙو ڪنائڻ:** تيز ڀڄائڻ- ڊوڙائڻ.هڪالي ڪڍڻ.

**سَرازُ:** ص.چمڙي تي سون چانديءَ جو پرت ڪندڙ (عموماً گھوڙن يا اُٺن جي سنجن ۽ جتين تي).

**سَراسَر:** ظ (ف) هِن ڇيڙي کان هُن ڇيڙي تائين.سمورو- ڪُل- سڀ.

**سَراسَري:** ث (ف) هڪجهڙائيءَ وارو تخمينو- اوسط.رياضيءَ جي اصطلاح ۾ ڪن گھٽ وڌ عددن مان هڪجهڙي ورڇ.

**سَراسيمه:** ص (ف) حيران- پريشان.گھبرايل- واٺڙو.هڪو ٻڪو.

**سَراسيمگي:** ث.ث (ف) پريشاني- گھبراهٽ.بد حواسي.

**سُراغُ:** ذ (ف) اهڃاڻ- نشان.نڪاتو- هند.پيرو.ڳولا- جچ.

**سُراغ رسان:** ص.ڳولا ڪندڙ.جاچ ڪندڙ.جاسوس.

**سُراغ رساني:** ث.ڳولا- تلاش.جاسوسي.

**سُراڳُ:** ذ.هڪ قسم جو ساز.

**سَرامو:** ذ.جنور جي مٿي جو چَم.جُتيءَ جي سري وارو چَم.

**سَرانجام:** ذ (ف) نتيجو- اختتام.تڪميل.انتظام- بندوبست.

**سَرانجامي:** ث.تڪميل.بندوبست.

**سَرانديپ:** ذ.سونو بيٽ.(اسم خاص) هڪ ملڪ سري لنڪا- لنڪا.

**سَرانگ:** ث.وڏي وِڪ- پرانگھ.

**سِراڻ:** ث (ف:سان) هٿيار يا اوزار تکا ڪندڙ پٿر.

**سراڻ تي چاڙهڻ:** تکو ڪرڻ- تيز ڪرڻ.

**سراڻي:** ص. سراڻ تي چاڙهيندڙ. اوزار يا هٿيار سِراڻ تي تکا ڪندڙ- صيقلگر.

**سِراتو، سرهاڻو:** ذ.وهاڻو- تڪيو.

**سَراوَڪ:** ذ.جين ڌرم جو پيروڪار.

**سَراوَندو:** ص.مُڙندڙ.لچڪدار.پرمتڙيو.

**سُراهجڻ:** م.سُرهو ٿيڻ- واسجڻ.

**سَراهي:** ث.سَرهائي- خوشي.

**سراهي:** ث.واڍڪي ڪم جو سوراخ ڪڍڻ جو لوهي اوزار.

**سَراءِ:** ث (ف:سَرا) گھر- مڪان.مسافر خانو.

**سُرائيتو:** ص.سُروارو.چڱو- سُٺو.

**سرائڪي:** ث.هڪ ٻوليءَ جو نالو (سنڌ ۾ عام جام استعمال ٿئي).

**سرائڻ:** م.هٿائڻ- پري ڪرڻ- سورڻ.

**سَرائي:** ث. ڌاتوءَ جي سنهي سيخ.اکين ۾ سُرمي وجهڻ جي ترڙ. پينگھي جي گھوڙين کي جهلڻ لاءِ وچ واري ڪاني.گاڏي جي ڦيٿن جي وچ ۾ پيل لوهي لٺ.

**سرائي:** ص."سري" جو رهاڪو.هڪ ذات جو نالو.راڄ جو چڱو مڙس.

**سَرايت:** ث (ع) رچاءُ- تاثير.بدن ۾ اثر پيهي وڃڻ جي حالت.

**سَرايت ڪرڻ:** رچڻ.جذب ٿيڻ.هڪبئي ۾ ملي وڃڻ.

**سرايو:** ذ.ڪنوڻ جو چمڪو.چمڪاٽ.

**سَرباري:** ذ.وهٽ جي ٻنهي پاسن کان وڌل بار.ٻنهي پاسن کان بار کڻندڙ وهٽ.

**سَر بازار:** ظ (ف) کُليو کُلايو- پڌري پٽ.ظاهر ظهور- علي الاعلان.

**سَربام:** (ظ) ڪوٺيءَ جي ڇت تي.ظاهر ظهور.

**سَربَر:** ظ (ف) قبول.ذمي.

**سَربَر ڪرڻ:** ذمي ڪرڻ.قبولڻ.آڇڻ.

**سَربَراه:** ص (ف) منتظم- اڳوان.

**سَربَراهڪار:** ذ (ف) ڪاروبار هلائيندڙ- ڪارپرداز- منتظم.

**سَربَراهي:** ث.انتظام-بندوبست.

**سَربَراهي ڪرڻ:** اِگواڻي ڪرڻ.بندوبست ڪرڻ.جوڙجڪ ڪرڻ.

**سَربست، سَربستو:** ص(ف) لڪل-ڍڪيل-مخفي.بوتيل-بند. سمورو-مڪمل-سڄو.

**سَر بَسر:** ظ(ف) جملي.ڪُل-سڀ.

**سَر بصحرا:** ص(ف) چريو-ديوانو.رولو.

**سَر بڪَف:** ظ.مرڻ لاءِ تيار.

**سَر بگريبان:** ص(ف) فڪر ۾-سوچ ۾.ڳڻتي ۾-پريشان.

**سَر بُلند:** ص(ف) مٿانهون-اعلي-اوچو.معزز.

**سَر بُلند ڪرڻ:** درجو وڌائڻ.عزت بخشڻ.

**سَر بُلندي:** ث.عزت-حُرمت.فخر.

**سَر بمُهر:** ص (ف) مُهر سان بند ٿيل- سيل مهر. بوچ ڏنل (بوتل).مهربند.

**سربَند:** ص.سرون ناهيندڙ-سرون وجهندڙ.

**سَربنگي:** ذ.حرام ۽ حلال جي تميز نه ڪندڙ.

**سُرباٽُ:** ذ.آهستي ڳالهائڻ.پڻڪو.ڪن جي ڳالهه.پڻ پڻ.

**سَربَٽُ:** ذ.اڌرڌل ڪڏو.ڳاڏڙ شيءِ.

**سَربَنگ:** ذ.هر جاءِ حاضر ناظر.

**سُرپُر ڪرڻ:** سُس ڦُس ڪرڻ. آهستي ڳالهائڻ. ڪن جون ڳالهيون ڪرڻ.

**سُرت:** ث (س) يادگيري.سُڌ.حافظو-چيتو.خيال-ڌيان.عقل. خبرداري-احتياط.

**سُرت چڙهڻ:** بدافعالو بڻجڻ.

**سُرت ۾ اچڻ:** هوش ۾ اچڻ.

**سُرت نه رهڻ:** هوش نه هئڻ.بدحواس ٿيڻ.وساري ڇڏڻ-خيال تان لهي وڃڻ.

**سُرت وڃائڻ:** سڌڇتو بڻائڻ.

**سَرتابي:** ث(ف) حڪم عدولي-سرڪشي-نافرماني.بغاوت.

**سَرتاپا:** ظ(ف) مٿي کان پيرن تائين.

**سَرتاج:** ذ (ف) مٿي جو ڇٽ- مٿي جو موڙ. اِگواڻ- سربراهه. مڙس-گهرو رو-خوند.

**سَرتاج بڻائڻ:** ڪنهن کي پنهنجو فخر سمجهڻ.سردار بڻائڻ.

**سُرتار:** موسيقي ءَ جا لوازمات-سازءِ آواز.

**سُرت سُجاڻ:** ذ.ڏاهو-باشعور.

**سُرت سُمير:** (ذ) سمجهه وارو ۽ ذميوار ماڻهو.

**سُرت سَنيار:** (ث) واقفيت-خبرچار.

**سَرتَڻُ:** ذ.انبار-ڍڳ-ڪوڙ.سيڌ و سامان.جنگي اسباب.

**سَرتَڻ:** م.سمجهڻ.سنڀالڻ.خوش ڪرڻ.

**سَرتو:** ص.هڪ جيڏو (عمر ۾)-هم عمر.دوست-يار.

**سُرتيو:** ص.سرت وارو.سمجهو.خبردار.

**سُرتي:** ث.ساهيڙي-سکي-سهيلي.

**سَرَٽُ:** ذ.ملڪي رسي پٽڻ جي جاءِ تي ٿيل ڳاٽ.هڪ بيماري ءَ جو نالو.

**سُرَٽُ:** ذ.اک ۾ پيل ڪک.ٿڌو غيره جو ذرو-ڪٽُر.سُٽ مان نهيل ڳوڙهي وانگر پيڙو (صدري وغيره ۾).(ص) وڏيڪ سگهو.

**سرٽي:** ث.پ جهر يا جوئر جو سنهو سَنگُ.

**سَرٽيفڪيٽ:** ذ (انگ) تصديق.سَنَد.پروانو.تعريفي لکت.

**سَرپَٽ:** ث.گهوڙي جي ڊوڙ جو هڪ نمونو.

**سَرپٽ ڊوڙڻ:** تمام تکو ڀڄڻ.

**سُرپُر:** ث.چوربچور.ريزه-ڪسڪ.ڇڙڻ پڙڻ.

**سَرپَرست:** ص(ف) سنڀاليندڙ.وڏو-مربي.

**سَرپَرستي:** ث.نگراني-نظرداري.اِگواڻي.

**سَرپنج:** ذ.وڏو پنچ-مکي.

**سَرپوش:** ذ.دسترخوان جو ڪپڙو.

**سَرپيچ:** ذ.بادشاهن يا اميرن جي پڳ ۾ موتين جي لڙهي.

**سَرَج:** ذ.راڳ ۾ وڄت جي ستن قسمن مان هڪ قسم.هندڪي وڄت جو چوٿون سُر.

**سرجامي:** ث.تياري-ناهڻو.پورائي-سرانجامي.

**سَرجَري:** ذ (انگ) عضون جي وڍ ٽڪ-جراحي.

**سَرجَنُ:** ذ (انگ) جراح-جراحي ڪندڙ ڊاڪٽر.

**سُرجَن:** ذ (س) معزز-ڀلمانس-اشراف.

**سرجَڻُ:** م.پيدا ٿيڻ-اُپجڻ.نپجڻ.اُسرڻ.اُپڙڻ.جمڻ.

**سرجَنهارُ:** ص.خالق-نهيندڙ.پيدا ڪندڙ.پالڻهار-خداتعالي.

**سَرجَڻُ:** م.جيتڻ ڪان ڪاڄڻ (ڪٽي.ڪپڙو وغيره).

**سُرجنو:** ذ.سرندڙ جيت (وڇون.بلا وغيره).

**سَرجوش:** ص(ف) تمام سان ڪوشش ڪندڙ-اورچ.محنتي.

**سَرجوشي:** ث.ڪوشش.محنت.جاکوڙ.اورچائي.

**سُرجيت:** ص.سجاڳ-بيدار.هوش ۾ آيل.سُرتيو.

**سُرجيتائي:** ث.سجاڳي-هوشياري-خبرداري.هوش.

**سَرجيُون:** ص (س) شاداب.زرخيز.حيات بخش-روح افزا.لازوال.

**سرجَڻ:** م.کير.گيهوغيره جو جمڻ.

**سَرجهَلو:** ذ.تيکوڏيندڙ-پنيرائي کندڙ.

**سُرجَهَڻُ:** م.سمجهڻ-چتڻ-آگاهٿيڻ.

**سُرجهو:** ذ.سڄڻ-سمجهو.زيرڪ.

**سرچارج:** ذ (انگ) وصول ڪئي ويندڙ اضافي رقم. بجليءَ جو اضافي وهڪرو.

**سَرچاءُ:** ذ.ناه-صلح-پرچاءُ.

**سرچاءُ ڪرڻ:** ناه ڪرڻ-راضي ناموڪرڻ.

**سَرچائڻ:** م.پرچائڻ-ريجهائڻ.راضي ڪرڻ.پرچائڻ-وندرائڻ.

**سَرچَشمو:** ذ(ف) بنيد جو هنڌ.آبشار.

**سَرچڙو:** ذ.پکيءَ جو هڪ قسم (وڻ جي ٽارين مان آکيرو ناهيندڙ).

**سَرچَڻُ:** م.پرچڻ-ريجهڻ-راضي ٿيڻ.پرچڻ-وندرڻ.

**سَرچو:** ص.سڀنو-آباد-سرسبز.ستائو-سولو.(ث.سَرچي).

**سَرحالُ:** ص.ريڌل-پرتل.پاڳيو-پاڳ وارو.آسودو-خوشحال.

**سَرحَدَ:** ث.دنگ-ڇيڙو-سَنڌو.حَدَ.

**سَر حلقہ:** ذ.جماعت جو سردار-مهندار.

**سُرخَ:** ص(ف) ڳاڙهو-لال.

**سُرخابُ:** ذ(ف) هڪ قسم جو آبي پکي.سرخوگهوڙو.

**سُرخاب جا پَر لڳڻ:** خاص خوبي يا وصف هئڻ.انوکي ڳالهه ٿيڻ.

**سُرخُرو:** ص (ف) خوشيءَ کان ٻهڪندڙ چهري وارو. ڪامياب-سوڀ رو.خوش.عزتمند.

**سُرخُرو ٿيڻ:** ڪامياب ٿيڻ.پاڻ وٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.واعدو وفا ڪرڻ.

**سُرخُروئي:** ث.عزت-آبرو.ڪاميابي.

**سَرخَم:** ذ.پيروڻ-چاٽي.

**سُرخو:** ذ.گهوڙي جو هڪ رنگ.(ص) ڳاڙهو.

**سُرخو:** اسم خاص.ڪميونسٽ-اشتراڪي.

**سَرخُوشِي:** ث.سرور.شراب جو نشو.

**سُرخِي:** ث.ڳاڙهاڻ-لالي. چپن کي هڻڻ جي ڳاڙهاڻ (عورتن جي سينگار لاءِ).خبر يا مضمون جو عنوان.

**سَرخَيلُ:** ص(ف) سردار-اڳواڻ.

**سَرد:** ص(ف) ٿڌو-خُنڪ.نرپل.بي رونق.

**سردبازاري:** ث.واپار جي ٿڌائي-مندي-ٻڙاني.

**سردگرمَ:** ص.ٿڌو ڪوسو.موافق-پورو پنو.ڏک سک.

**سَرد مزاج:** ص.مُردہ دل.بي مروت.

**سَرد مِهر:** ص.بي مروت-بي لحاظ.رکو.بيرحم.

**سَرد مِهرِي:** ث.بي مروتي.رکائي.

**سَردارُ:** ص(ف) اڳواڻ-پيشوا.امير-رئيس.

**سَرداري:** ث.اڳواڻي.حاڪمي.رهبري.

**سَردَردُ:** ذ(ف) مٿي جو سور.آزار.

**سَر دَرو:** ذ. دروازي جي مٿان واري ڪاني (جنهن م ڏيڏو ڪنديو لڳي).

**سَر دَست:** ظ(ف) تريءَ تي-هينئر-هن وقت-فوراً-تڪڙ.

**سَردو:** ذ.هڪ قسم جو ميوو-ڪانگدرو.

**سَردِي:** ث(ف) ٿڌ-ٿار-خنڪي.سياري جي مُند-سيارو.

**سَردي لڳڻ:** نزلو زڪام ٿيڻ.سي لڳڻ.

**سَردي گرمي:** ث.ڏک سک.زمانی جا لاها چاڙها.

**سَردي گرمي سهڻ:** مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ.

**سَردين مِر هُجڻ:** سڪرات ۾ هجڻ.

**سَرڌا:** ث (س: شرڌا) ويساه-يقين. عقيدو. دين ڌرم. ايمان. وچن.حب.

**سَرڌالو:** ص.وفادار-سچو.ڀروسي جهڙو.وچن تي پورو.

**سَرڙاٽُ:** ذ.تکو ۽ سنهو آواز-سوساٽ.

**سُرڙاٽُ:** ذ.جسم تي ڪنهن سُرندڙ جيت جي چرپر.

**سَرڙ پرڙ:** ث.تڙتڪڙ.جهٽ پٽ-اُماڪ.

**سَرڙڻ:** م.تلوار وغيره مياڻ مان ڇڪڻ.باهر ڪڍڻ-ڇڪڻ.

**سَرڙو:** ذ.تلوار ڪشي.دبڙاٽ-دب.گار.

**سَرڙو پٽائڻ:** دب ڪڍڻ-دبائڻ.وڙهڻ.

**سُرڙو:** ذ.مينهن جو غبار.سُرڙاٽ.

**سرڙيو:** ص.اڪيلي سر ڪمائيندڙ (ٻنيءَ م). اُهو هاري جنهن وٽ پنهنجو جوڙو نه هجي ۽ ڪي سِر هجي.

**سَرزَد:** ظ(ف) اتفاق سان ٿيل (حادثو.عمل وغيره).

**سَر زَد ٿيڻ:** هٿان نمودار ٿيڻ-ظاهر ٿيڻ.

**سَر زَمِين:** ث(ف) ملڪ.حڪومت.ڌرتي.جاءِ واردات.

**سَر زَنش:** ث(ف) ملامت-جنڦڻ.تنبيه.

**سَر زور:** ص.زورآور-سرڪش.نِنر-هوڏي-شدتي.فسادي.

**سَرسُ:** ظ.وڌيڪ-گهڻو.زيادہ.سُٺو الو.سَوايو.برتر-بهتر.

**سَرس ساري ڪرڻ:** بازي کٽڻ.زور پوڻ.

**سِرسُ:** ظ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر (هڪ وڻ جو ڙسُ جيڪو ڪاٺ ڳنڍڻ ۾ ڪم اچي) - ٿنيڻ.

**سُرسات:** ث. مصالحو. سيڌو پاڌو. ڳهه - چارو.

**سرسامُ:** ذ (ف) دماغ جي هڪ بيماري (جنهن ۾ مغز ۾ قتائي).

**سُرسائڻ:** م. گهڻو ڪرڻ - اضافو ڪرڻ. مشهور ڪرڻ - ناليرو ڪرڻ. ترقي ڪرائڻ.

**سَرسائي:** ث. گهڻائي - واڌارو. واڌ. اضافو. فوقيت - برتري.

**سرسبز:** ص (ف) سائو - آباد. شاداب. تازو توانو. خوشحال.

**سَرسبز ٿيڻ:** شداب ٿيڻ. آسودو ٿيڻ. پذيرائي لائق ٿيڻ.

**سَرسبزي:** ث. آبادي. خوشحالي.

**سَر سِيرو:** ص. سائو - آباد. سڪيو. ستابو. سيڱو.

**سَرستو:** ذ. جانبازي - ڪيڏ - اٽڪل.

**سَرستي:** ث. خودقرباني - پاڻ صدقو.

**سَر سَر:** ث. تيزهوا جو آواز - سوسات.

**سَرِ سَرِ:** ث. بدن تي جيت جي هلڻ جو احساس. خارش. ڪتڪتائي.

**سُرسُر ڪرڻ:** بندن تي جيت جو سُر ڪڻ. هري ڳالهائڻ.

**سُرسُرو:** ذ. اناج کي کائيندڙ جيت - سُرتو.

**سَرسَري:** ص (ف) سولو - آسان. مٿ ڇرو. مختصر. اُچاترو. معمولي - رواجي.

**سَرسري نظر:** ذ. مٿاڇري نگاه.

**سَرسو:** ظ. وڌيڪ - زياده. سوالو.

**سَرسوتي:** ث (سن) هندو ڌرم جي هڪ ديوي.

**سَرسِي:** ث. واڌارو. ترجيح. ڪثر. سوائي - سوالي. اڳرائي. ترجيح - فوقيت. ڪاميابي - سوڀ.

**سَرسي ڪرڻ:** ڪوءِ ڪڻ. اڳرو ٿيڻ. منهن مٿي ڪڻ.

**سَرسيرو:** ص. ڪجهه وڌيڪ - ڳچ جهڙو.

**سَرشار:** ص (ف) پرپل - لبريز - ٽار. خوش. بيخود (موج مستي ۾).

**سَرشاري:** ث. نشو - مستي. بيخودي.

**سِرشت:** ث (ف: سَرشت) فطرت - مزاج. طبيعت - سڀاءُ. خصلت - عادت. خاصيت - ڳڻ.

**سِرشتو:** ذ (ف) نظام - سٽ. جوڙجڪ. طريقو - رواج. ترڪيب. ڍنگ. دستور - قاعدو.

**سِرشتيدارُ:** ص. عدالت ۾ جج جي اڳيان حاضري ڏيندڙ ملازم. دفتر يا آفيس جو اڳواڻ.

**سِرشتي:** ث (سن) خلقت - پيدائش. مخلوق. دنيا.

**سِرشڪ:** ذ (ف) قطرو - ڦڙو. ڳوڙهو - لڙڪ.

**سَرطانُ:** ذ (ف) ڪيڪڙو. آسماني ستارن جو چوٿون برج. هڪ قسم جي موتمار بيماري - ڪئنسر.

**سُرعت:** ث (ع) جلدائي - تيزي - تڪ.

**سَرغنه:** ذ (ف) سردار - اڳوان.

**سَرفرازُ:** ص (ف) معزز. ممتاز. ڀاول.

**سرفراز ڪرڻ:** اوج تي رسائڻ. نوازش ڪرڻ. نهال ڪرڻ - خوش ڪرڻ.

**سَرفرازي:** ث. عزت - شان.

**سَرفرو:** ص (ف) ڪنڌ هيٺ - لاجواب. فڪرمند.

**سَرفَروش:** ص (ف) سرڏيندڙ - جانباز. بهادر.

**سَر فروشي:** ث. بهادري - دليري.

**سرِڦٽو:** ص. بي آرام - بيتاب. چلولو - ڪيچلو.

**سَرِڦوڪ:** ذ (ه) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**سَرقه:** ذ (ع) چوري. ٻئي جي ڪلام يا مضمون کي پنهنجي ڪلام يا مضمون ۾ آڻڻ.

**سَرڪَ:** ث. گهوڙي جي واڳ. ڏوري. رسي - نوڙي.

**سِرڪَ:** ث. کسڪڻ واري ڳنڍ (نوڙي يا رسيءَ ۾).

**سرڪ ساهي:** ث. ڦاسي - ڦندو.

**سُرڪَ:** ذ. ڦورڙو ڍڪ - سُرڪي.

**سُرڪَ:** ث. کسڪ. ترڪ. ڳسڪو. نوڙو.

**سُرڪاٽُ:** ذ. بدن تي ڪنهن جيت جي چُرپُر جو احساس.

**سَرڪار:** ث (ف) حڪومت - گورنمينٽ. بادشاهي. عزت سان مخاطب ڪرڻ جو لفظ.

**سَرڪاري:** ص. حڪومت جو - حاڪماتو.

**سَرڪائڻ:** م. ريڙهڻ - هٽائڻ. هڪ پاسي ڪرڻ. ڳم ڪرڻ - تڪائڻ.

**سَرڪٽ هائُوس:** ذ (انگ) اهو سرڪاري عمارت. جنهن ۾ دوري تي نڪتل سرڪاري عملدار ترسن.

**سَرڪَردگي:** ث (ف) سرداري - اڳواڻي.

**سَرڪَردو:** ذ (ف) حڪم - سردار. اڳوان.

**سَرڪَس:** ث (انگ) اهو تماشو. جنهن ۾ ڪسرت جا ڪم ۽ جانورن جا ڪيل ڏيکاريا وڃن.

**سَرڪَش:** ص (ف) نافرمان - بي چيو. باغي.

**سَرڪَشي:** ث. بغاوت. نافرماني.

**سَرڪل:** ذ (انگ) دائرو- گهيرو. حلقو. مقرر علائقو. تن يا چئن تپن مان ٺهيل تعلقي جو ڀاڱو.

**سَر ڪليانَ:** ذ. هڪ قسم جو ختو (جنهن ۾ ٽڙ ڏگهو ۽ پيچدار هجي).

**سَرڪناڪو:** ذ. رسي ۽ جو ڦاهو.

**سَرڪَندِي:** ث. هڪ قسم جو گُل.

**سِرڪَڻُ:** م. هٽڻ- رڙهڻ- پاسي ٿيڻ. کسڪڻ.

**سِرڪَڻ ڦاهِي:** ث. رسي جي ڳنڍ ڏيڻ جو هڪ نمونو (جنهن جي ڦندي ۾ ڦاسڻ سان ڳنڍ ڦابو ٿيندي ويندي).

**سُرڪَڻُ:** م. ڍُڪ پرڻ- ڍُڪ ڍُڪ ڪري پيئڻ. هرڪڻ (دل)- مائل ٿيڻ- موهجڻ.

**سُرڪو:** ذ. بدن تي ڪنهن جيت جي چُرپر جو احساس. (ف: سرڪ) ڪمند يا نگورن جي رس مان ٺهيل کٽي ۽ تيزابي پاڻيٺ.

**سَرڪوبِي:** ث (ف) سخت سزا. مار ڪُٽ.

**سَرڪِي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**سُرڪِي:** ث. ڍُڪ- چُڪو. ٿوري ذري (پاڻيٺ جي). سُرڪ.

**سُرڪِي پيارڻ:** ڍُڪ پيارڻ. زهر ڏيڻ. قسم کڻائڻ. خوار ڪرڻ.

**سَرڪيولَر:** ذ (انگ) لکت ۾ ڏنل هدايتون. سرڪاري پڌرنامو.

**سَرڪَ:** ص. چونڊ- پسنديده. اُتم.

**سِرڪُ:** ذ. جادو- طلسم- مَنڊ.

**سِرڪَنڊ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جي ڪاٺي سُرهي ٿئي)- چندن- صندل.

**سَرڪو:** ص. جهڙو- وانگيان- طرح- موافق. هڪجهڙو- ساڪيات. (ث. سَرڪي).

**سَرڪيلُ:** ذ. سريکو. هڪجهڙو. ڀائيچاري.

**سَرگَاٽِي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**سَرگُذَشت:** ث (ف) واقعو- ماجرا- حادثو. ڳالھ- ڪهاڻي. داستان. واقعن جو احوال- سوانح عمري.

**سُرگُر:** ذ. ساز ۽ آواز جو سنگم. موسيقي ۽ جا قاعدا قانون.

**سَرگَران:** ذ (ف) خفا- ناراض. مغرور- متڪبر. خمارآلوده- مخمور.

**سَرگَرانِي:** ث (ف) پريشاني. ڳتي. خمار

**سَرگَردانُ:** ص (ف) حيران- پريشان. رولڙيو.

**سَرگَردانِي:** ث. حيراني- پريشاني. مصيبت. ڏاکڙو.

**سَرگَرمُ:** ص (ف) جوشيلو. تيار. چالاڪ. جاڪوڙي.

**سَرگَرمِي:** ث. جوش. تيزي- چستي. چالاڪي. اُتساھ.

**سَرگَروه:** ص (ف) سردار- اڳون.

**سَرگَس:** ث (ف. شهرگشت) جلوس. شادي وغيره جي موقعي تي ماڻهن جو گڏجي گهوٽ کي گشت ڪرائڻ.

**سَرگَس ڪڍڻ:** ڇچ جو جلوس ڪڍڻ. بدنام ۽ بچڙو ڪرڻ.

**سَرگَمَ:** ذ. راڳ جي ستن سُرن جو مجموعو (سا- ري- گا- ما- پا- ڌا- ني).

**سَرگَم سُڻائڻ:** سڏيون ٻڌائڻ.

**سَرگُڻ:** ص. گُڻائتو. شڪل وارو.

**سَرگوشِي:** ث (ف) ڪَنَ ڦس- سُس ڦس. جهيڻي آواز ۾ ڪن جي ڳالھ.

**سَرگِيرُ:** ذ (ف) گهوڙن جي هڪ بيماري.

**سَرگَ:** ث. ڦرڏارائي چڙهيندڙ ڳئون يا مينهن.

**سَرگُ:** ذ (سن: سُورگ) بهشت- جنت.

**سَرگُواس:** ذ. موت- رحلت. وفات.

**سَرگُواسِي:** ص. مري ويل- مرحوم. جنتي.

**سَرگِي:** ث. ڪتي جي ڪچي ۽ ۾ پيل رسو.

**سَرَلُ:** ص. سنئون سڌو. جلد ٻڌندڙ- ڪَن جو صاف. (ذ) ننڍي جمار وارو گهوڙو- وڇيرو.

**سَرَل زبان:** ص. ڳالهائڻ ۾ فصيح. تکڙو ڳالهائيندڙ.

**سَرلائِي:** ث. سادگي. پورڙائي. چٽائي (ٻڌڻ جي) سوکائي- سولائي.

**سَرلو:** ذ. جهڙ- جهڙانو. ميهوڳي ۽ جي مُند. (ص) ڪنن کان صاف ۽ جلد ٻڌندڙ.

**سَرلِي:** ث. ڦلي ۽ جي شڪل جهڙو هڪ ڳم (ڪنن جي پاپڙي ۾ پائجي).

**سَرما:** ث (ف) سياري جي موسم- سيارو.

**سُرمائِي:** ص. سُرمي جي رنگ جهڙو. (ث) هڪ قسم جي سامونڊي مڇي.

**سَرمايو:** ذ (ف: سرمايه) پُونجي- مُوڙي. ناڻو. رقم (جيڪا واپار ۾ لڳائجي).

**سرمائيدارُ:** ص. دولتمند- شاهوڪار- مالدار.

**سَرمائيدارِي:** ث. اهو معاشي نظام. جنهن ۾ پيداوار ۽ ان جي ورهاست چند مخصوص ماڻهن جي قبضي ۾ هجي.

**سَرمائيڪارِي:** ث. ڪاروبار ۾ رقم جي لاڳت- سيڙپ.

**سَرمَد:** ص (ع) هميشه رهندڙ- دائم. مجذوب- مست. (اسم خاص) مشهور مجذوب درويش جنهن کي اورنگزيب بادشاھ قتل ڪرايو هو.

**سَرمَدِي:** ص. دائمي- هميشه جو. خدائي.

**سَرمست:** ص (ف) مخمور- مدهوش. نشي ۾ مست.

**سَرمستي:** ث.مدهوشي-نشو.خمار.

**سَرمَغزِي:** ث.تمام گهڻو فڪر.بڪواس-مٿا ماري.

**سُرمَگِين:** ص(ف) سُرمو لڳل.

**سَرمَندَلُ:** ذ.هڪ قسم جو ساز.

**سُرمو:** ذ(ف) ڪاري رنگ جي هڪ معدنيت جو اَنو (جيڪو اکين ۾ وجهجي). اَڇي چاندي جون تارون (جيڪي پرت ۾ ڪم اچن). (ص) سنهو پيٺل-ٻورو.

**سُرمو ڪرڻ:** پيهي سنهو ڪرڻ.

**سُرمو وجهڻ:** انڌو ڪرڻ.نڳڻ-ٺڳڻ.

**سَرمورُو:** ص.مور جي ڳچي جهڙي ڳچي وارو.

**سَرمَيدانُ:** ص.ميدان ۾.تمام تکو (دوڙڻ).

**سُرميدانِي:** ث.سُرمي وجهي رکڻ جي دٻلي.

**سَرمِيل:** ذ.سردار-اڳوان-مهندار.

**سَرَنِ، سَرَنَ:** ث(س) پناه-سام.حفاظت.

**سَرناگتُ:** ذ.سام پيل-پناهگير-جهي ۾ آيل.

**سُرنِ:** ث.هوش-يادگيري-خبرداري.

**سَرنامو:** ذ(ف) پتو-ايڊريس.خط يا درخواست جي شروعاتي مخاطب ڪرڻ واري عبارت.

**سَرناءِ:** ث.شرناءِ(ساز).

**سَرنايو:** ص.شرناءِ وڄائيندڙ.

**سَرنائِڻ، سَرنائِڻ:** امانت ۾ ڏيڻ-پناهه ۾ ڏيڻ.پرتاني حوالي ڪرڻ.

**سِرِنج:** ث. (انگ) سُئي. جنهن وسيلي جسم ۾ دوا وغيره داخل ڪجي-پچڪاري.

**سَرَندُ:** ص.هوند وارو.شاهوڪار.سکيو آسودو.خوشحال.هلندي پڄندي وارو.

**سَرَندِي:** ث.هوند-آسودگي.پڄندي.وس-اختيار.سگهه.

**سَرندي تَرڻ:** مقابلي جي طاقت هوندي به معاف ڪري ڇڏڻ.

**سَرنديِاتُ:** ص.پڄندي وارو-شاهوڪار.

**سَرنديون ڪرڻ:** پنهنجي مرضي موجب هلڻ ۽ ٻئي جو خيال نه ڪرڻ.

**سُرندو:** ذ.هڪ مشهور ساز (جنهن ۾ تارون تندون ٿين).

**سُرندو وڄائڻ:** راضي ڪرڻ لاءِ منٿون ڪرڻ.آزي نيزاري ڪرڻ.

**سرنگ:** ث.وينديءَ ۾ پيل موتين جي قطار.

**سُرَنگَ، سُرَنگهه:** ث.غار-غف.زمين دوز رستو.

**سُرنگهه هڻڻ:** ڀاڙيڻ.بغاوت ڪرڻ.

**سُرَنگُ:** ص.سُهڻي رنگ وارو.(ذ) ڳاڙهي رنگ وارو گهوڙو.

**سَرنگُون:** ص(ف) اونڌي ڪنڌ.منهن ڀر.

**سرنگهو:** ذ.وڻ جو هڪ قسم (ٿرم ٿئي).

**سُرَنگو:** ص.چٽي آواز وارو.

**سَرنو:** ظ.نئون-جديد.نئين سر-بيهر.

**سَرنوشت:** ث(ف) نصيب جو لکيو-ڀاڳ-تقدير.

**سَرنهَ:** ث.هڪ تيلي ٻج (جنهن مان منو تيل نڪري).

**سُرُنهڻ:** ذ.ميخ-ڪلي-ڪوڪو.

**سَرڻُ:** م.جيئڻ.بسر ٿيڻ (حياتي). ڪٽجڻ (عمر). پڄڻ-ٿي سگهڻ.حاصل ٿيڻ.

**سَري وڃڻ:** وقت گذري وڃڻ.خيال نه ٿيڻ.

**سرڻ:** ث.ڪجهڙيءَ جو هڪ قسم-چيل.

**سُرَڻ:** م.چرڻ-سُرڪڻ.ريڙهيون پائڻ.سُرسُر ٿيڻ.استدعا ڪرڻ.

**سُرتو:** ذ.چرندڙ جيت.جيت جي چڪ جي اثر ڪري تيل سوڄ يا دٻڙ.

**سَرنِي:** ث.اَجهو-اوٽ-پناهه.

**سَرنيو:** ص.پيش پوندڙ-پناهه ونندڙ.

**سَرُو:** ذ.شراب.

**سَرُو سنباهڻ:** شراب چڪائڻ-شراب تيار ڪرڻ.

**سَرَو:** ذ(ف) هڪ قسم جو مشهور جابلو وڻ (جيڪو سڌو اُڀو مٿي وڃي).

**سَروقدَ:** ص.قداور.ڊگهي قد وارو.

**سَرو:** ص(س) سڀ-ڪل-سارو-جُملي.زياده-سرس-وڌيڪ.

**سَروِيومِي:** ص.سڀ جو-عام.ڪشاده خيال-بي تعصب.

**سِرو:** ذ(ف: سَر) مٿو.منڍ.شروع وارو حصو.سنڌ جو مٿيون اُتر وارو حصو.اپرسنڌ.

**سُرو:** ذ.بانس جي سنهي چيت.

**سِرو:** ذ.اناج ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ جيت.ڪڻڪ وغيره کي کائيندڙ جيت.

**سِرو:** ذ.ڄاڻ-واقفيت.(ص) ڄاڻندڙ-وڏندڙ (ضد.ڪرو).

**سُرو ڏيڻ:** خبر ڏيڻ-واقف ڪرڻ.

**سَرواگَ:** ث.گهوڙي جي مٿي کان وري ٻيهر ڳڀوٽ واري رسي.

**سَروانُ:** ذ(ف: ساربان) قافلي جو اڳوان.اڳوان-مهندار.

**سَروانِي:** ث.رهبري-اڳواڻي.

**سَرواهِي:** ث.تلوار-ترار.سڌي منهن واري تلوار.جوڌپور طرف جي ٺهيل هڪ قسم جي تلوار (جيڪا ٻنهي پاسن وهي).

**سَروبَدر:** ظ.وِتو ستو.مٿ ست.بدل سدل.

**سَرُوتو:** ص.ٻُڌندڙ- سُڻندڙ- سامع مجلس.

**سَروٽ:** ص.سخت-ڏاڍو- سوٽ.

**سُروٽ:** ث.مضبوط، ڪماٺي ڪاني.

**سِروٽو:** ذ.سِرَ جو اڌڙ- سِرَ جو ٽڪرو.

**سِروٽي:** ث.درياءَ ۾ وڏي پاڻيءَ جي ڪُن مٿان پاڻيءَ جو گول چڪر.

**سُروپ:** ذ(سن) سونهن- حُسن.روپ- صورت.(ص) حسين- سهڻو.

**سَروپا، سَروپاءِ:** ث.اعليٰ مرتبي وارو وڳو- خلعت- پڪر.

**سُرُوڄ:** ذ(ف:سُرُود) سُر.آواز.ٻولي- تنوار.پڙلاءُ.حڪم.فرمان.

**سِروڄهي:** ث.اُٺ جو هڪ سنج.

**سَرودُ:** ذ(ف) هڪ قسم جو ساز- سُرندو.

**سُرودُ:** ذ(ف) ڳائڻ.ڳانو- نغمو.سُر.آلاپ.

**سُرُود آميز:** ص.سُريلو- مِٺو- موهيندڙ(آواز).

**سَرورُ:** ذ(ف) سردار- حاڪم.مالڪ- آقا.

**سَرورِ ڪائنات:** ذ.حضرت رسول ڪريم ﷺ جن جو لقب.

**سَرورِ انبياءِ، سرورِ عالمَ:** ذ.نبي سڳوري جو لقب (حضرت محمد ﷺ).

**سُرورُ:** ذ(ع) خوشي.فرحت.خمار.هلڪو نشو.

**سِرور:** ث.سُستي- گيسر.خسيس ڪم.اجايو وقت وڃائڻ واري حالت.

**سَرورَق:** ذ(ف) ڪتاب جو پهريون (نالي وارو) ورق.ٽائيٽل.

**سَروَري:** ث.سرداري- مهنداري.(اسم خاص) هالا جي مخدومن جي مريدن جي جماعت.

**سَروِس:** ث(انگ) نوڪري- ملازمت.

**سَروِس بُڪ:** ذ.ملازمت جي ريڪارڊ وارو رجسٽر.

**سَروِش:** ذ(ف) غيبي آواز- الهام.فرشتو- جبرئيل.

**سَرو قامت:** ص(ف) ("سَرو" جي وڻ وانگر) ڊگهو- قداور.

**سَرو قد:** ص(ف) "سرو" جي وڻ وانگر ڊگهو- قداور.

**سَروڪارُ:** ذ(ف) تعلق- واسطو- لاڳاپو.

**سَروڪار رکڻ:** غرض يا مطلب رکڻ.دوستي رکڻ.

**سَرولي:** ث.ڪَن جو هڪ زيور.

**سَرومَني:** ذ.اڳوان- پيشوا.حاڪم.هادي.

**سُرُون:** ذ.ٿورو سُٽ ڳنڍيل.

**سُرُون:** ص.طاقتواري.وڌندڙ.

**سَروِي:** ث(انگ) ٻنيءَ يا ايراضيءَ جي ماپ.

**سَروِي زمين:** ث.ماپ ٿيل ايراضي- زمين جا مالڪاڻا حق.

**سَروِيرُ:** ذ(انگ) پيمائش ڪندڙ عملدار.انجنيري کاتي جو هڪ ملازم (جيڪو واهن جي پاڻيءَ جي ماپ رکي).

**سَرويچ:** ص.سر جو سانگو نه ڪندڙ- بهادر- سورهيه.

**سَرَهُ:** ذ.هڪ قسم جو جابلو جانور (ڦاڙهي ڄهڙو).

**سِرهُ، سِرِينهُ:** ذ.هڪ قسم جو وڻ.

**سرهاڙو:** ذ.ٻِڪي ڊوڙ.ٽڪي ڊوڙ.

**سَرهالُ:** ص.خوش.تندرست.خوشحال.وڏي جمر وارو.

**سُرهاڻ:** ث.خوشبوءِ- سڳنڌ.عطر.

**سَرهاٺو:** ص.ڍڪيل- پوشيدو.

**سَرهائي:** ث.خوشي.آسودگي.مرضي.

**سُرهائي:** ث.سرهاڻ- سڳنڌ.

**سَرهَل:** ث.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سَرهَن:** ذ.هڪ قسم جو تيلي ٻج (جنهن مان مِٺو تيل نڪري).

**سَرهَن جيڏا داڻا ڪرڻ:** سنها ذرا ڪرڻ.سخت تڪليف ۽ عذاب ڏيڻ.

**سَرهَندي:** اسم خاص.سادات جي هڪ ذات.

**سَرهَنگ:** ذ.فوج جو عملدار- ڪپتان.نگهبان.بهادر- شجاع.

**سَرهڻ، سِرهُڻ:** م.تڪڻ- نظر ۾ رکڻ.جاچڻ.

**سِرهي ويهڻ:** سنڀالي ويهڻ.پاسو ڪري ويهڻ.

**سَرَهو:** ص.خوش- نهال- راضي.آسودو.

**سُرَهو:** ص.خوشبودار- سڳنڌ وارو.(ث.سُرَهي).

**سُرهو ڪرڻ:** خوشبودار بنائڻ.ڪنهن جو ڪفن دفن ڪرڻ.

**سُرَهي ڪرڻ:** چڱي ڪرڻ- ڀلائي ڪرڻ.چڱائي ڪرڻ.نيڪي ڪرڻ.

**سُرهي مُر:** ث.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر.

**سرهيل:** ث."سرهن" جو وڻ.

**سُرَهيو:** ذ.عطر وڪڻندڙ- عطار.متيارڪو سامان وڪڻندڙ.

**سَرَءُ:** ذ.ونهاري کان پوءِ ايندڙ موسم (جنهن ۾ پاڻي ڇڇڻ ۽ تپاوي ٿئي)- خزان.

**سَرءُ جو تَپُ:** ذ.موسمي بخار- مليريا.

**سَري:** ث.سَرَ- لڙهي- ڪنڍي (موتين جي).

**سِري:** ث.سِسي- مُنڍي.مٿو ۽ ڳچي.ٿومَ جي ڳنڍِ يا ڦارَ.

**سَريالُ:** ذ.راڄ جو چڱو مڙس- وڏيرو.

**سريالو:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**سُرياڻي:** ث(ف) هڪ قديم ٻوليءَ جو نالو.

**سُريتَ، سُريتَڻَ:** ث.ويهاريل عورت- سينڌي.

**سُريتو:** ص.سهڻي ڍنگ وارو- سهڻي نموني.رٿ سان- ريت سان.

**سَريچ:** ث.سرچڻ جي حالت- ڦوٿهڙو.

**سَريجَن:** ذ.سڄڻ.محبوب.

**سَرِيرُ:** ذ(سن:شرير) بدن- جسم- جُثو.

**سَرِيرُ:** ذ(ع)پلنگ.تخت.

**سِريراگُ:** ذ.هڪ راڳ ۽ سُر جو نالو.

**سِريري:** ث.ويهاريل عورت- سُريت.

**سَرِيس:** ث.رٿ- تجويز.تحريڪ.

**سُريشَٽ:** ص (سن) اُتم- فائق- اعلي. نيڪ- ڀلارو. سٺو- عمدو- خاصو.

**سَرِيعُ:** ص(ع) تيز- تکو.جلد.ڦڙت.چُست- چالاڪ.

**سَرِيعُ التاثير:** ص.جلد اثر ڪندڙ- زود اثر.

**سَرِيعُ الهَضم:** جلد هضم ٿيندڙ.جلد تحليل ٿيندڙ.

**سَرِيکو، سَرِيکو:** ظ.جهڙو- جيڏو.مَٽ- برابر.

**سُرِيلو:** ص.مِٺي آواز وارو- خوش آواز.سُرتار وارو.وڻندڙ.

**سَريو:** ذ.عمارت سازيءَ ۾ ڪتب ايندڙ ڏگهي لوهي سيخ.

**سِريوالُ:** ص.اُتر جو رهاڪو (سنڌ جي ڀرسان اُترئين پاڳي جو رهاڪو).

**سَريهُ:** ذ.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سَرِينهَ:** ذ.سِرهيل وڻ.

**سَڙاسڙَ:** ص.واروار.سَٽ سَٽان.

**سَڙاڪا ڪڍڻ:** زور سان ڇِڪو ڇِڪڻ.ساڙ ڪڍڻ.

**سَڙِيَنُ:** ذ.اڏر ڏل سخت چانور.

**سَڙڪَ:** ث.رستو- شاهراه- شارع- شاهي رستو.

**سَڙڪَڻُ:** م.بخار ۾ وِڦلڻ.ڏڪڻ.

**سَڙڪو:** ذ.ڪوڙ- هل- ڏمچر- ٻڙڏڪ.

**سَڙَڻُ:** م.ٻرڻ- ڏکڻ (باهه ۾).جلڻ- ڪامڻ.

**سَڙِيلُ:** ص.ٻريل- جليل- ڪاتل.ڳريل- خراب- ڪنو (ميوو). بدبودار.

**سَڙِيل هَڏو:** ذ.ساڙو- ساڙيلو- حاسد.

**سَڙِيو ڪاٺ:** ذ.ٻڏورو بي ايمان.ڪميڻو.

**سَڙُيون ٻُوٽيون ڪائڻ:** سخت دشمن هئڻ.

**سِڙُهه:** ذ(ع:شراع) ٻيڙيءَ کي هوا جي زور تي هلائڻ لاءِ ڪپڙو- بادبان.

**سِڙهه چاڙهڻ:** ٻيڙيءَ کي روانو ڪرڻ.جماع ڪرڻ.

**سَڙِي:** ث.ڪتڪ جي ننڍي سَٽي.لَنيل سارين جي مُٺ.

**سَزا:** ث(ف) سيکت.جٽ.بدلو- عيوضو.ڏنڊ.قيد جي سيکت.

**سَزا ڀوڳڻ:** ڪئي جو نتيجو لوڙڻ.جيل ڪاٽڻ.

**سَزا ڏيڻ:** سيکت ڏيڻ.جٽ ڪرڻ.

**سَزاوارُ:** ص.ڏوهاري.قيدي.

**سَزاوار ٿيڻ:** ڏوهاري ٿيڻ.وافق ٿيڻ- راس ٿيڻ.مراد کي پهچڻ.

**سَزائتو:** ص.سيکت جوڳو- عقوبت لائق.

**سَزاياب:** ص(ف) جوابدار.مجرم- ڏوهاري.سزا کاڏل.

**سزايافته:** ص.ڏوهاري.جيل ڀوڳيل- قيد ڪاٽيل.

**سَسُ:** ث.زال يا مڙس جي ماءُ.

**سِسُ:** ذ.سِسي- ڳچي.ڪنڌ.

**سَسائڻُ:** م.ڦندبل شيءِ جي سوڄ گهٽ ڪرڻ- سوڄ گهٽائڻ.(ف) ننڍو ڪرڻ.

**سُسُت:** ص.ڍرو.گهٽ رفتار وارو.ڪم ۾ دير ڪندڙ.ڏوتي- ڪاهل.هيڻو.اداس.

**سُسُت ٿيڻ:** ڍرو ٿيڻ (ڪم يا رفتار ۾).اُداس ٿيڻ.مايوس ٿيڻ.

**سُستِي:** ث.ڍرائي.ڪاهلي.آرس.هيڻائي.ٿڏائي.

**سَستو:** ص.گهٽ قيمت.سهانگو- ارزان.

**سِسٽَر:** ث(انگ) ڀيڻ.اسپتال جي نرس.راهبه- نن.

**سِسٽَم:** ذ(انگ) نظام- طريقو.

**سَسُ ڀُس، سُس ڦُس:** ث.آهستي آواز ۾ ڳالهائڻ.ڪَنَ جون ڳالهيون.ڀِڻڪَ.

**سُس ڀُس (ڦُس) ڪرڻ:** ڪَنَ جون ڳالهيون ڪرڻ.

**سُس ڀُسيو (ڦُسيو):** ڪَنَ جي ڳالهه ڪندڙ.چغل خور- ڳلا خور.

**سُسُرُ:** ذ.اڇي پاڻيءَ جو تلاءُ- صاف پاڻيءَ جي ڍنڍ.

**سُسُرو:** ذ.ڪچا وڻ کائيندڙ هڪ قسم جو جيت.

**سَسُلو:** ذ.سَهو- خرگوش.

**سُسَڻُ:** م.گهٽجڻ- سوس ڪرڻ.سوڙهو ٿيڻ.پچڻ.سُڪڻ- سُڪي ننڍو ٿيڻ.ڪومائجڻ.

**سُسي وڃڻ:** ڊڄي وڃڻ.بس ڪرڻ.سوس کائڻ.

**سَسو:** ذ.ننڍو گهيٽو- رڍ جو ننڍڙو ڦر.

**سِسو:** ذ.ڳچي- ڳچيءَ وارو حصو.ڪنڌ- منڍي- گردن.

**سِس وِس:** ذ.شڪ- گمان- وهم.

**سسو وِسو:** بدگمان- شڪي- اڻ وِسهو.

**سَسُئِي:** ث.چنڊ- ماهه.چنڊ جهڙي سهڻي عورت.(اسم خاص) سنڌ جي مشهور عشقيه قصي "سسئي پنهون" جو ڪردار.

**سَسُئِي جو پَتَر:** ذ.پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.

**سِسِي:** ث.ڳچي- منڍي- گردن- ڪنڌ.

**سَسِيو:** ذ.هڪ قسم جو سرنڌڙ جيت.

**سَسِيهَر:** ذ.نانگ جو هڪ قسم- ڪاريهر نانگ.

**سَطَحَ:** ث(ع) مٿيون حصو- مٿاڇرو.

**سَطِحِ آب:** ث.پاڻيءَ جو مٿاڇرو.

**سَطِحِ زمين:** ث.زمين جو مٿاڇرو- روءِ زمين.

**سَطِحِي:** ظ.مٿيون- بالائي.مٿاڇرو.

**سَطِر:** ث(ع) ليڪ.سٽ.لفظن يا حرفن جي قطار.

**سَطوت:** ث(ع) دٻدٻو- رعب.

**سَطُور:** ث(ع:سطر جو جمع) سٽون.ليڪون.

**سَعادَت:** ث(ع) برڪت.سڀاڳ.نيڪي- ڀلائي.

**سَعادتمند:** ص.سڀاڳو.نيڪ.فرمانبردار- چڱيوان.

**سعادتمَندِي:** ث.سڀاڳ.فرمانبرداري.

**سَعدُ:** ص(ع) سڀاڳو.نيڪ.

**سَعِي:** ث(ع) ڪوشش- سعيو.ڊوڙڌڪ- حيلو.

**سَعِيدُ:** ص(ع) نيڪ.سڀاڳو- خوشنصيب.

**سَعيو:** ذ(ع) ڪوشش- جتن.حيلو.جلدائي- سيگهه.

**سَعيا اَجايا ٿيڻ:** ڪوششون بيڪار ثابت ٿيڻ- لايو سجايو نه ٿيڻ.

**سِفارَت:** ث(ع) پيغام رسائڻ- قاصدائو.ايلچي گيري.مفاهمت جو پيغام.

**سفارتخانو:** ذ.سفير جي رهڻ جي جاءِ.

**سِفارَش:** ث(ف) ڪنهن شخص ڪي پارت سان ٻئي جي حوالي ڪرڻ.پارت.

**سفارش ڪرڻ:** سهائتا ڪرڻ.پارت ڪرڻ.رسائي ڪرڻ.

**سفارَش نامو:** ذ.پارت جو خط.

**سفارَشِي:** ص.پارت ڪندڙ.پارت ڪيل.

**سَفاڪ:** ص(ع) ظالم.بيرحم.قاتل.

**سَفاڪِي:** ث.ظلم.قتل.بيرحمي.

**سَفالو:** ذ.اونهو وَنو (ضد.تاسرو).

**سَفَرُ:** ذ(ع) شهر کان ٻاهر روانگي- مسافري.

**سَفر خَرچُ:** ذ.مسافريءَ مهل واٽ جي ضرورت لاءِ خرچ پکو.

**سَفر سَنوارڻ:** سفر ڪرڻ.پنڌ ڪرڻ.

**سفر ڪرڻ:** مسافري ڪرڻ.ڪوچ ڪرڻ.روانو ٿيڻ.

**سفرنامو:** ذ.سفر جو احوال (لکت ۾).

**سُفراءِ:** ذ(ع) "سفير" جو جمع.

**سَفَرو:** ذ.لائق.سنئو.

**سُفرو:** ذ.پڇو- ڇٻ.

**سِفلائِي:** ث.ڪميڻپ- هلڪڙائي.بيهودائي.

**سِفلو:** ص(ع:سِفلہ) ڪميڻو- رذيل.خسيس- نيچ- ڪِريل.

**سِفلہ مزاج:** ص.ڪميڻو.ڪريل- ذليل.هلڪي طبيعت وارو.

**سِفلِي عمل:** ذ.شيطاني ڪم- شيطاني عمل.

**سُفوفُ:** ذ(ع) پيٺل شيءِ- اٽو- ٻورو.ڦڪي.

**سُفيت:** ص.اڇو- سفيد.(شاهه.)

**سُفيدُ:** ص(ف) اڇو.اُجرو- صاف.ڳورو.

**سُفيدپوش:** ص.اڇا ڪپڙا ڍڪيندڙ.سادو لباس اوڍيندڙ.درمياني حيثيت وارو.

**سُفيد ريش:** ص.اڇي ڏاڙهيءَ وارو- بزرگ.ٻوڙهو.

**سُفيدو:** ذ(ف) اڇو ٻورو يا رنگ.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**سُفيد و سياه:** ذ.اڇو ۽ ڪارو.نيڪي ۽ بدي- ڀلائي برائي.ڪل اختيار.

**سُفيدِي:** ث(ف) اڇاڻ.اڇاڻي.چٽائي.اڇو رنگ (چُن وغيره جو).

**سَفِيرُ:** ذ(ع) ايلچي- قاصد.

**سَفِينو:** ذ(ع) جهاز.ٻيڙي- ڪشتي.

**سَقِرو:** ص(سن:سقل) ڦلوارو- فائديمند.نفعو ڏيندڙ.آسان- سو و.

**سَقِري:** ث.ٻج سميت گوار جي ڦري.

**سَقَلُ، سَقلو:** ص(سن) ڦلوارو- ثمردار.نفعو ڏيندڙ.سقرو.

**سَفُوران:** ث(عبراني:صافورا) عورت جو نالو.

**سَقَر:** ذ(ع) دوزخ- نرڳ.

**سُقراط:** اسم خاص.يونان جو مشهور فيلسوف.

**سَقلاتُ:** ذ.(ع:ستلاط) قرمزي رنگ جو.هڪ قسم جو ڪپڙو.

**سَقف:** ذ(ع) ڇت.سائبان.آسمان.

**سُقُمر:** ذ(ع) عيب- نقص.وِڏ.خرابي- خامي.

**سَقمُونِيا:** ث(ع) هڪ قسم جو ڪؤنر جهڙو وکر.

**سُقُوط:** ذ(ع) ڪِري پوڻ- ڊهي پوڻ.

**سَقَہ:** ذ (ف) پاڻي پيئارينڌڙ. سقي. پکيءَ سان پاڻي پيئارينڌڙ- پکالي- ماشڪي.
**سَقِيم:** ص (ع) بيمار- مريض. هيڻو- ضعيف. بيحال. مسڪين.
**سَقِيمُ الحال:** ص. ناتوان. تباهه حال.
**سَقِيمَت:** ث. نياز- نماڻائي.
**سَڪُ:** ذ. اُگرو- ڏوتندڙ. ڦِڪو- بي سواد. سخت.
**سَڪَ:** ث. حب- قرب- پيار. هيج. سارُو- اُڪنڊ.
**سڪ پُڄندو:** ص. ڪِهڙ- ٺورو. مناسب.
**سڪ سارُو:** ذ. سوزوگداز. جهوري.
**سُڪَ:** ث. خشڪي- اَرِهِ. سُڪي زمين. اَڻاٺ. (ظ) قابو- سوگهو. مضبوطيءَ سان پڪڙ. ڏڍو- سخت.
**سُڪ تي سَندرو ٻڌڻ:** سختيءَ هوندي وڏي خرچ وارو ڪم ڪرڻ. همت ڪرڻ.
**سُڪ تي گُذارڻ:** لنگهڻ ڪڍڻ- ٻکون ڪاٽڻ.
**سُڪ تي لنگهائڻ:** آسري مر رهڻ.
**سُڪَ ڪرڻ:** ٻڌي قابو ڪرڻ. سوگهو ڪرڻ.
**سُڪ هجڻ:** قابو هجڻ. پختو هجڻ.
**سَڪا:** ث (س) شڪ- ڪن خاطري. حمل- پيٽ- گرڀ.
**سُڪاجُ:** ص. ڪم وارو. سڦلو. فائديمند.
**سُڪارُ:** ذ (س. سُڪال) خوشحالي- آبادي. اناج جي فراواني. سهانگائي. جهجهائي- گهڻائي.
**سُڪارتو:** ص. سجايو- ڪمائتو- سڦلو. ڪارآمد- فائديمند.
**سُڪارجڻ:** سستو ٿيڻ. وسندي ٿيڻ.
**سَڪارڻ:** م. قبول ڪرڻ. مطلب پورو ڪرڻ.
**سُڪاريو:** ص. آسودو- خوشحال. ڪم وارو- سڦلو.
**سُڪاڻ:** ث. رُڪئي- نوٽ. اُٺاٺ. سوڪ.
**سَڪاوَت:** ث. رشتيداري- قرابت- مائٽي- عزازت.
**سڪائتو:** ذ. خواهشمند. گهرج وارو- حاجتمند.
**سِڪائڻُ:** م. گهرج پوري نه ڪرڻ. حرصائڻ. سَڌائڻ- اُڪندائڻ. انتظار ڪرائڻ.
**سُڪائڻُ:** م. خشڪ ڪرڻ. هيڻو ڪرڻ.
**سُڪَ ترِ:** ث. خشڪي. سُڃ- پٽينگ. ڏڪار. اَرِهِ.
**سَڪتو:** ذ (ع. سَڪتہ) هڪ بيماريءَ جو نالو (جنهن مر مريض جي چرپر بند ٿي وڃي ۽ بيهوشي ٿئي).
**سَڪَرَ:** ث. چِمي- مِٺي.
**سَڪُرَ:** ث. پهريان مينهن. گهٽو ڪير ڏيندڙ جوان مينهن.
**سُڪَرُ:** ذ (ع) نشو (شراب جو). خمار. مَدهوشي.
**سُڪَرُ:** ذ (س: سُڪال) آبادي. خوشحالي. سهانگائي- سستائي. اناج جي گهڻائي. سُڪار.
**سُڪَرَ سَنائي هجڻ:** سهانگائي هجڻ.
**سَڪرات:** ث (ع) ساهه نڪرڻ جي تڪليف. پوين پساهه.
**سُڪرتي:** ص (س) چڱا ڪم ڪندڙ. نيڪوڪار. مهربان- فياض.
**سُڪرمي:** . ڪرڻ وارو- ڪندڙ- ڪرت.
**سَڪرو:** ذ. نيرو ڍڳو. سرل گهوڙو. (ص) طاقتور.
**سَڪَڙُ:** ذ. خوف- هراس. ڏندڻ.
**سڪڙ پوڻ:** ڏپ ڪري زبان بند ٿي وڃڻ. ڏندڻ پوڻ.
**سڪَل:** ذ. ڪِيرو- ڪوڙهو.
**سُڪَلُ:** ص. سُڪي ويل- خشڪ. رُکو. اپرو.
**سُڪلَ ٽُڪَرَ:** ذ. ماني ۽ جار ڪا ڳيا.
**سُڪل سڙيل:** پراڻو ٿي ويل- چوڙيل- ڳريل.
**سُڪلان:** ذ. پير جو هڪ زيور.
**سَڪَمو:** ص. سگهارو- تندرست. ڏاڍو. (ث. سَڪَمي).
**سَڪَنہ:** ذ (ع) "ساڪن" جو جمع. (ص) ويٺل.
**سڪندرُ:** اسم خاص. يونان جو بادشاهه (جنهن 324 ق- م مر مصر، ايران، افغانستان ۽ سنڌ فتح ڪيا).
**سڪَنڌُ:** ذ (س) فوج جو جٿو- جيش. ڪتاب جو باب.
**سَڪَڻُ:** م. ڪنبڻ- ڏڪڻ- لرزش مر اچڻ.
**سِڪَڻُ:** م. اُڪنڊجڻ. حرص ڪرڻ. سَڌائجڻ. آس ڪرڻ. خواهش ڪرڻ.
**سُڪَڻُ:** م. خشڪ ٿيڻ- نوٽ ٿيڻ. اپرو ٿيڻ. هيڻو ٿيڻ. رطوبت سُڪي وڃڻ. انتظار ڪرڻ.
**سُڪي ڪنڊا ٿيڻ:** اپرو ٿيڻ (بيماريءَ مر).
**سِڪنو:** ص. خواهشمند. سَڌائتو- حرصيل. سڀڪنهن شيءِ تي حرص ڪندڙ. (ث. سِڪني).
**سَڪو:** ص. سَڳو (مائٽ). ويجهو مائٽ (جنهن سان رت ڳنڍيل هجي).
**سِڪو:** ذ (ع: سِڪہ) مُهر- ٺپو. مُهر لڳل ڌاتوءَ جو ٽُڪرو (جيڪو نڻي صورت سان مر ڪم اچي).
**سِڪو جمائڻ:** رعب ويهارڻ.
**سِڪو هلڻ:** ڌاڪو جمڻ. حڪومت هلڻ.

سُڪو: ص. سُڪل- خشڪ- ٺوٺ. رُڪو- اڦيو. ڪومايل. (ث.سُڪي).

سُڪا ساوا ٿيڻ: مظلومن جو خوشحال ٿيڻ. ڏتڙيلن جو آسودو ٿيڻ.

سُڪن گڏ آلا ٻرڻ: بدمعاشن جي ڪري اشرافن کي به تڪليف پهچڻ.

سُڪو پاٿو: ذ. ڏٻرو- ضعيف- هيڻو.

سُڪو جواب: ذ. صف جواب- انڪار.

سُڪو ڪاٺُ: ذ. ٻَڪو. بي حس.

سُڪُوتُ: ذ(ع) خاموشي- چُپ- ماٺ- سانت.

سُڪوت ڪرڻ: ماٺ ڪري ويهڻ- صبر سان رهڻ. رهڻ- ٽڪڻ. رهائش ڪرڻ.

سڪوتو: ذ. مضبوط. آسٽو- سڪ يل. لانچي.

سَڪُوڙَيل: ذ. تُو جو سيڪيل.

سُڪُون: ذ(ع) چُپ- ماٺ. آرام- قرار. امن.

سُڪُونَت: ث(ع) رهائش. رهڻ جو هنڌ- بودوباش.

سُڪونت پذير: ص. رهندڙ- ساڪن.

سڪونت حاصل ڪرڻ: آرام ۽ راحت حاصل ڪرڻ.

سُڪي: ث. خشڪي. سُڪي ويل زمين. ڌرتي. (ص) سُڪل- خشڪ.

سُڪي پاڪيءَ سان ڪُوڙڻ: ٺڳڻ- فريب ڏيڻ- ڇوٽيو بنائڻ.

سُڪي ڍانگو ٿيڻ: ڳري وڃڻ- اڀرو ٿيڻ.

سُڪيءَ جي سانباهه: ث. آخرت جي تياري.

سُڪيءَ ۾ ٻُڏي هڻڻ: پڌري ڳالهه کان اَلي وڃڻ.

سُڪيارتو: ص. سڄيو- سٺلو- فائديمند.

سِڪيلَڏو: ص. سڪي پني جاول (ٻار). ناز سان نپايل. لاڏلو. (ث.سڪيلَڏي).

سَڪيلو: ذ. تلوار- هڪ قسم جي ترار.

سڪيڻ: ظ. رهڻ لائق. ويهڻ جهڙو.

سَڪينه: ث(ع) دل جو آرام يا سُڪون. عورت جو نالو.

سکُ: ذ. چيلو- شاگرد. گرونانڪ جو پوئلڳ.

سُکُ: ذ (سن) خوشي- آنند- راحت. فرحت- آرام- چين. خوشحالي- آسودگي. سهنج- سولائي.

سُک پوڻ: اوڙاهه ۾ پوڻ- نه گهرجڻ.

سُک جو ساهه پَٽڻ: ڏکيو وقت گذري وڃڻ.

سُک جي سرانديءِ: عيش آرام واري حياتي. اوج ۽ اقبال.

سُک ڦٽڻ: آرام ڦٽڻ. لاڳيتو انتظار رهڻ.

سُکُ ڪرڻ: آرام ڪرڻ. هڪ هنڌ ويهڻ. سانت ڪرڻ.

سُک چَين: آرام ۽ قرار- سڪون ۽ فرحت.

سُکا: ث. باس- مجتا- مَنت. ڪنهن خوشي ڏسڻ لاءِ باسيل نذرانو (جيڪو ڪنهن درويش ولي الله کان ڪيل مراد پوري ٿيڻ تي پِڙ ڏجي يا نذراني جي صورت ۾ ادا ڪجي).

سُکا باسڻ: مراد پوري ٿيڻ لاءِ پِڙ يا نذرانو ادا ڪرڻ جو انجام ڪرڻ.

سُکالو: ص. خوش. تندرست. (ڪنايتہ) بيمار- ڳهو- نه خوش.

سُکانُ، سُکانُ: ذ(ع: سُکان) ٻيڙي يا غوراب جي رخ ڦيرائڻ لاءِ دنبالي ۾ لڳل ڦرهو.

سُکاني، سُکاني: ص. سکان هلائيندڙ- ٻيڙياتو- ملاح.

سُکاولي: ص. سکي- آسودي. (مجزاً) بيمار. (ث) بيماري- تپ وڃي.

سکائڻ: م. سيکارڻ- سکيا ڏيڻ.

سُکپَال: ذ(سن) پالڪي- محافو.

سُکپَيت: ث. شاديءَ جو پلنگ- سيج.

سُکدائي: ص(سن) فرحت بخش- راحت وارو.

سَکرُ: ص. خوشحال- آسودو. مشهور- اعلي. عزت آبرو وارو- معزز. مان مرتبي وارو. وڏو ماڻهو. تندرست. (اسم خاص) سنڌ جو هڪ مشهور شهر ۽ ضلعو.

سَکرائي: ث. چاڪائي- چڱيلائي. آسودگي. امن- سلامتي.

سَکرو: ذ. ٺاهوڪو. وتندڙ.

سَکرو مَنو: ذ. چڱو ڀچڙو.

سکڻُ: م. سکيا وٺڻ. تربيت وٺڻ. پرائڻ. حاصل ڪرڻ.

سَکڻائي: ث. اڻهوند. ڪنگلائي.

سَکڻو: ص. نَنهو- پالهو- خالي. هٿين خالي- ڪنگل. واندو. اڪيلو. (ث.سکڻي).

سکڻو ڏلاسو ڏيڻ: فقط آسرو ڏيڻ ۽ ڪم نه ڪرڻ.

سَکڻي ڪُني گهڻو اُٻامڻ: سڄي ماڻهوءَ کي سيٺ گهڻي هڻڻ.

سکو پاڻي: چيڙ ڀنگ. ٿاڌل. مشروب.

سکو پَٽ: گهري ننڊ- گهيرٽ واري ننڊ.

سکي: ث(سن) ساهيڙي- سهيلي- سرتي- جيڏي.

سکي: ص. سکيو- آسودو- خوشحال.

سُکي: ث. هڪ قسم جو ڪپڙو- ڦلڪاري.

سکيا: ث. تعليم- ڄاڻ. تربيت.

سکيائي: ث. آسودي- خوشحال. سرهي.

سکيو: ص. آسودو- خوشحال- هوند وارو. خوش- سرهو. سولو-

سهنجو-آسان.

**سُکيو ٿُکر ڪائڻ:** خوش گذارڻ.

**سُکيو سَتابو:** ذ. خوشحال ۽ مان مرتبي وارو- معزز.

**سَگُ:** ذ (ف) ڪتو.

**سگارُ:** ذ (انگ) تماڪ جي ٿابت پَنن کي ويڙهي ٺاهيل چُروٽ.

**سَگارَت:** ث. ڪاميابي- فتح- جيت.

**سَگبانُ:** ص. ڪتا سنڀاليندڙ. ڪتن جو ڏتي. شڪاري.

**سَگتو:** ذ (سن) سياڳو ڏينهن.

**سُگرو:** ذ. سونارڪي ڪم جو هڪ اوزار (تار جهلڻ لاءِ).

**سگِري:** ث. لوهي چِلهه- انگيٺي- ڪِلُ.

**سگريٽُ:** ذ (انگ) سِيلَواري بيڙي.

**سَگلو:** ص. سٺين عادتن وارو- سلڇڻو. (ضد. اگلو).

**سُگمُ:** ص (سن) سؤلو- آسان- سليس.

**سگنلُ:** ذ (انگ) اشارو. پيغام. ريلوي لائين ۽ شاهراهن جي پاسن کان لڳل نشان.

**سَڳُ:** ذ. ٿابتي. شيءِ- وَٿُ.

**سَڳ سان:** ظ. ٿابتيءَ سان.

**سَڳ سڃاڻڻ:** ٿابتي لهڻ- اصليت مان واقف ٿيڻ.

**سَڳ ملڻ:** ٿابتي ملڻ- تصديق ٿيڻ.

**سَڳائي:** ث. پنهنجائي- رت ڳنڍيل مائٽي. قرابت- عزازت.

**سَڳت:** ث. سگهه- زور- قوت. سورهيائي.

**سُڳُترو:** ذ. جُتيءَ ۾ پير جي هيٺان رکيل چمڙو.

**سَڳتو:** ص. طاقت وارو- بلوان. سُورهيه.

**سَڳ ٿابتي:** ذ. ڏس پتو- سُراغ. ثبوت.

**سُڳداسي:** ذ. خوشبودار چانورن جو هڪ قسم.

**سَڳرُ:** ذ. واٽ- دَڳُ- راه- گسُ.

**سَڳڙو:** ذ. "سڳو" جو اسم تصغير. ننڍڙو سنهڙو ڌاڳو. ڏورو. ڳانو.

**سَڳڙو سِبائڻ:** آڏار رکڻ- پاڙڻ.

**سَڳڙي:** ث. ڳاني ٻڌڻ جي رسم (شاديءَ ۾).

**سُڳنڌ:** ث. سُرهاڻ- خوشبو. هُبڪار. واسُ.

**سُڳنڌو:** ص. سُرهو- خوشبودار. واسيل.

**سُڳُڻُ:** ذ. سَوڻ- شگون. اهڃاڻ (ڪنهن واقعي جو)- فال.

**سُڳڻ ڪرڻ:** سَوڻ ڪرڻ. فال وجهڻ. سوڀ ڏوڻڻ.

**سُڳٽو:** ذ (سن) سڳورو- بختاور. سستو- ٿوري مُلهه وارو.

**سُڳنِي:** ث. اوپڙ جو هڪ قسم- مانجهلي.

**سَڳو:** ذ. ڌاڳو. سُٽ وغيره جي تند. ڏور. ٻانهن ۾ ٻڌڻ يا ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڏورو. سون يا چانديءَ جو هڪ ڳهه. ڦيٿو وڌل يا دعا پڙهيل ڌاڳو (ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ). (ص) حقيقي- سچو (مائٽ). پنهنجو- ويجهو (مائٽ) جنهن سان رَت ڳنڍيل هجي.

**سَڳا ڦيٿا:** ث. دعائون تعويذ.

**سَڳو ٽوڙڻ:** عزازت ختم ڪرڻ. لاڳاپ ڇنڻ.

**سَڳو سورڻُ:** سلسلي کي جاري رکڻ. عمل کي آهستي آهستي جاري رکڻ.

**سڳي ۾ هجڻ:** ڇٽيءَ ۾ هجڻ. ٻوئلڳ هجڻ.

**سَڳورو:** ص. ڀلارو- افضل. بزرگ. سياڳو- سدورو. فيض بخشيندڙ. (ث. سڳوري).

**سَڳهڙُ:** ذ. ڪڇهو ڏيرڙو. برجستو (ٻار).

**سَڳهڙو:** ذ. تندرست- نوبنو- خوش بش.

**سَڳِي:** ث. ڳنڍيل وارن ۾ سينگار لاءِ ٻڌڻ جي چوٽي- ڳَٽَ. (ص) حقيقي- سچي (مائٽ).

**سَڳِيون:** ث. وارن ۾ ٻڌڻ لاءِ ڳُتون- چوٽيون (عموماً سڳين جي جوڙي ٿئي).

**سَگهه:** ث. طاقت- قوت- ٻل. زور. وَس- توفيق- پڄندي. پهچ. مجال.

**سَگهه آر ڪرڻ:** همت ڏانهن لاڙو ڪرڻ.

**سَگهارو:** ص. سگهه وارو- طاقتور. زور وارو. ڏاڍو. بهادر- پهلوان. جبرو. همت ڀريو (ث. سگهاري).

**سُگهاتو:** ذ. سَنَيءَ هلر ڳاهيل (اَنُ).

**سَگهائتو:** ص. سگهارو.

**سَگهائجڻ:** طاقت ۾ اچڻ. بهادريءَ جو جذبو اچڻ.

**سَگهائي:** ث. زور- طاقت. ٻل- قوت. توفيق. تندرستي- چڱڀلائي- صحت.

**سگهائِي:** ث. جلدائي- سيگهه. ڦُڙتي. تَڪڙ.

**سَگهت:** ث. طاقت- ٻَل- قوت. توفيق- همت. مردانگي.

**سَگهرو:** ظ. زال سميت. عيال سميت- ٻارين ٻچين. سڄي گهر سميت. گهر جي ڀاتين سان. ڪٽنب سان.

**سُگهڙُ:** ص. سليقي وارو. هنرمند. ڏاهو. عوامي شاعر. ٻين جا شعر ياد ڪندڙ ۽ ٻڌائيندڙ.

**سُگهڙائي، سُگهڙپائي:** ث. سليقو- تميز. هنرمندي.

**سگهڙيو:** ذ. هڪ قسم جو سنهو ڊگهو نانگ.

**سَگهڻُ:** م. مرڪب فعل طور ڪم ايندڙ مصدر (جيئن: ڪري

سگهڻ.هلي سگهڻ وغيره ).ٿيڻ جهڙو هجڻ- ممڪن هجڻ.

**سَگهو:** ص.طاقتور- سگهارو.جبرو- ڏاڍو.زوراور.هلندي پچنديءَ وارو.تندرست- چڱو ڀلو.صحتمند.

**سگهو:** ظ.جلد- ترت- تڪڙو.تڪڙو.نه پر- فوراً- جهٽ پٽ.يڪدم.

**سُگهير:** چڱو رستو- سنو گهيڙ.

**سگهير:** ظ.ٿورو تڪڙو- ڪجھ جلدي.

**سَڱُ:** ذ.مانٽي- عزازت.پرٽي لاءِ ڏنل ورتل چوڪري.

**سَڱ چڪڻ:** مائٽيءَ لاءِ ٻانهن جي گهر ڪرڻ.

**سَڱ ساهڻ:** مائٽ سڏائڻ.برابري ڪرڻ.

**سَڱ سَنوان ڪرڻ:** مِٽي مائٽيءَ جي دعوي ڪرڻ.

**سَڱ سياڪو:** ذ.مِٽي مائٽي- عزازت- رشتيداري.

**سَڱ ۾ ساڙو ٿيڻ:** ويجهن عزيزن ۾ هڪٻئي لاءِ نفرت ۽ حسد ٿيڻ.

**سڱُ:** ذ.جانور جي مٿي تي اُڀريل نوڪدار هَڏي جو ڪوپو- قرن.

**سڱ ڪڍڻ:** زورونڻ.

**سڱن تي کڻڻ:** جٺ ڪرڻ- تنبيه ڪرڻ.

**سَڱاٻَندي:** ث.پرٽي لاءِ ڪيل مِٽي.سڱ ڏيڻ وٺڻ.رشتيداري.

**سَڱاوَتي:** ث.سڱابندي.

**سَڱائڻ:** م.سنڀال ڪرڻ.پرگهور لهڻ.

**سَڱرَ، سِڱرَ:** ذ.ڪنڊيءَ جي وڻ جون ڦريون.

**سَڱرُ:** ص.سڱن سان- سڱن وارو.

**سَڱراڙ:** ث.ٻاجهيءَ طور ڪم ايندڙ ننڍيون ڦريون.

**سَڱرو:** ذ.زنجير- سنگهر.ڳٽ- طوق.

**سَڱري:** ث.ڪنڊيءَ جي وڻ جي ڦري.

**سَڱڙي:** ث.جانور جو ننڍڙو سڱ (جيڪو فقير وجائين)- نفيل- نفير.

**سَڱ سياپو:** ذ.عزازت- رشتيداري.

**سَڱ وَڳ:** ذ.مِٽي مائٽي.ڳانڍاپو.

**سَڱڻ:** م.هٿ ٽنگڻ.

**سَڱونجڻُ:** م.ٽنن ۾ ڪيرپر جي اچڻ.

**سَڱوئي:** ص.سڱ وارو- مِٽ مائٽ.

**سِڱي:** ث.ننڍڙو سڱ (جنهن سان علاج خاطر بدن مان رت ڪڍجي).ننڍڙو سڱ.جيڪو هندو فقير وجائين- سڱڙي.

**سڱيون هڻائڻ:** حيلا وسيلا ڪرڻ.تڪليف ڪي لاهڻ لاءِ ٽوٽڪا ڪرڻ.

**سَڱيتو:** ص.عزازت- برادري- رشتو.

**سَڱينو:** ص.سڱ ۾ آيل- مِٽ- عزيز.جوڳو- لائق.

**سَلُ:** ذ.سوراخ- ٽنگ- ڇيد.

**سَل ۾ وَنگ هڻڻ:** ڳالهه ۾ ورهڻ.

**سِلَ:** ث.تپ دق- سله.دير- اوير.يڪساهي دوڙ- سراڙو.

**سَلايُون:** ذ.زمين اندر دٻيل سطحي مواد.

**سلاٽو:** ذ.سرون ٺاهيندڙ.رازو- معمار.

**سَلاجيتُ:** ذ.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر- جاٻلو رس.

**سِلاح:** ذ(ع)وڙهڻ جا اوزار- هٿيار.

**سِلاح بَند:** ذ.هٿيارن سان پريل- هٿيار بند.

**سِلاح شور:** ذ.هٿيار بند سپاهي.

**سَلاخَ:** ث(ف)لوهه جي سيخ.

**سَلادُ:** ذ(انگ)اوباريل يا ڪچي ڀاڄيءَ جو هڪ قسم.

**سَلارُ:** ذ.جوڙو- ٻيله- ٻڪڙ.

**سَلارَس:** ث.هڪ قسم جو خوشبودار پسار ڪو وکر.

**سَلاسَت:** ث(ع) نرمي- مانار.رواني.ڳرن لنظن کان آجي گفتگو.ڪلام جي نفاست.سادگي.

**سَلاسِل:** ث(ع:"سلسلہ" جو جمع)زنجيرون.

**سَلاطِين:** ذ(ع:"سلطان" جو جمع)بادشاهَ.

**سَلالو:** ذ.ٿورو وڌو.وڌيڪ- زيادہ.

**سَلامُ:** ذ(ع) سلامتي- امن.ملڻ يا موڪلائڻ وقت جو لفظ.نماز جي پڇاڙيءَ وارو سلام.ڪربلا جي معرڪي تي نظم.

**سَلام پرڻ:** حاضري ڏيڻ.حاضر ٿيڻ.منهن ڏيکارڻ.زيارت ڪرڻ.

**سَلام دُعا نہ ڪرڻ:** لاڳاپو نہ رکڻ.

**سلام ڏيڻ:** پيغام ڏيڻ.يادگيري ڏيارڻ.

**سلام ڪرڻ:** موڪلائڻ.ڪيڪارڻ.مڃڻ- تسليم ڪرڻ.

**سلام وٺڻ:** نياز قبول ڪرڻ.لبيڪ چوڻ.ملاقات لاءِ ڳڏجڻ

**سلام وَرائڻ:** سلام جو جواب ڏيڻ.نماز پوري ڪرڻ.

**سَلام پَيام:** ذ.ڳالهه ٻوله.سڱابنديءَ جي گفتگو.نياپو- پيغام.

**سلام دعائون:** نيڪ تمنائون- نيڪ خواهشون.

**سلام شوق:** ذ.محبت جو سلام- عشق جو سنيهو.

**سَلامُ عليڪم:** جملو.اوهان تي سلامتي هجي.

**سلامَت:** ظ(ع) محفوظ.سالم.خيريت سان.نيڪ- درست.

**سَلامت رَو:** ذ.وچٿرو- معتدل.ڏاهو- مدبر- سياڻو.

**سَلامت رهڻ:** تندرست رهڻ. خوش رهڻ. حياتي هجڻ. آباد رهڻ. بچاءُ ۾ هجڻ.

**سَلامَتي:** ث. اَمن. خير- عافيت. حفاظت.

**سَلامي:** ث. بادشاهن يا حاڪمن کي ڪيل آجيان. تعظيم جو سلام. مرحبائي سلام. ڪنهن بندي مٿيءَ جي ڍڳ کي ڪوڏر سان ٽيي لاهڻ.

**سَلامي وٺڻ:** سلام قبول ڪرڻ. ڪنهن دڙي کي ڪوڏر سان ٽيڻ. ڪنهن ڪانيءَ کي ڳهڙي سڌو ڪرڻ.

**سَلاوَٽ:** اسم خاص. مسلمن ڪاريگرن جي هڪ برادريءَ جي نالو. (ص) پٿر کي گهڙي لهيندڙ. پٿرن تي ٽڪ جو ڪم ڪندڙ.

**سَلاوَتي:** ث. چم کي ڪرڻ، صاف ڪرڻ لاءِ هيٺان رکيل پٿر يا سر- روهي.

**سَلاهڻ:** م. ساراهڻ- واکاڻڻ. سپرد ڪرڻ.

**سَلائڻُ:** م. ٻڌائڻ. قبول ڪرائڻ. سَل ڪٻائڻ.

**سلائڻ:** م. سلائي ڪرائڻ- سبائڻ.

**سلائي:** ث. بخيو- تروپو. سِباڻي.

**سَلب:** ذ (ع) هٽائڻ. ڇڏهڻ. کسڻ. انڪار.

**سلب ڪرڻ:** اختيارات وغيره کسڻ.

**سَلتڻُ:** م. ٻڌائڻ. سچي ڪرڻ- باسڻ.

**سَلتُ:** ذ. صلاح- رٿ. ساٿ. هربي جو سمورو سامان- سلهٽ.

**سلپ:** ث (انگ) ڪاغذ جي پٽي. غلطي- چڪ.

**سُلجهاءُ:** ذ. سنوارڻ- کولڻ (منجهيل کي). حل ڪرڻ (مسئلو). وضاحت ڪرڻ.

**سُلجهائڻ:** م. سنوارڻ- سڌارڻ. کولڻ. ظاهر ڪرڻ. سمجهائڻ.

**سُلجهڻ:** م. کلڻ- حل ٿيڻ. صاف ٿيڻ (موڳجهارو). واضح ٿيڻ. آسان ٿيڻ.

**سُلچڻ:** ذ. سٺ ارڪان- سٺا لڇڻ. چڱيون عادتون. چڱائيون- گڻ.

**سلُچڻو:** ص. سٺن لڇڻن وارو. سٺي اخلاق وارو. فضيلت وارو.

**سلح:** ذ (ع) هٿيار- اوزار- سِلاح.

**سلح سهيڙڻ:** سامان سڙو گڏ ڪرڻ- تيڙت ڙي ميڙڻ.

**سلحدارُ:** ص. هٿيارن جو محافظ. سامان سڙو ڏيندڙ ونندڙ.

**سَلسَبيلَ:** ث. (ع) بهشت جي هڪ نهر.

**سلسلو:** ذ (ع) زنجير- سنگهر. قطار. نسل- پيڙهي. شجرو. تعلق- واسطو. ترتيب- طريقو.

**سِلسِلو نڪرڻ:** شروعات ٿيڻ- آغاز ٿيڻ. راه نڪرڻ- طريقو پيدا ٿيڻ.

**سلسليوارُ:** ظ. لاڳيتو. ترتيب سان. قطار ۾. هڪٻئي پٺيان.

**سُلطانُ:** ذ (ع) بادشاه- فرمانروا.

**سُلطانہ:** ث. (ع) ملڪ- راڻي. بيگم.

**سُلطاني:** ث. بادشاهي- حڪومت.

**سَلطنت:** ث (ع) حڪومت- بادشاهي- مملڪت.

**سَلَفَ:** ص (ع) گذريل. قديم- اڳئين. پراڻي زماني جو ماڻهو. ابا ڏاڏا. بزرگ.

**سَلَفَ صالحين:** ذ. رسول اڪرم ﷺ جي حڪمن جي پوئواري ڪندڙ اڳين بزرگ.

**سُلف:** ذ (ع) سوڊو. وڪر.

**سُلفر:** ذ (انگ) گندرف- گندڪ.

**سُلفو:** ذ. تماڪ ڇڪڻ جو پائيپ. چروٽ- سگار.

**سُلفي:** ث. تماڪ (چرس) ڇڪڻ لاءِ نڪر جي نهيل نڙاندي- پونڪري.

**سلڪ:** ث. (انگ) ريشم- پٽ.

**سلڪائڻ:** م. ڏکائڻ- ٻارڻ.

**سلڪي:** ث. ريشمي.

**سُلڪڻ:** ذ. سلڇڻ. گڻ- سٺا لڇڻ.

**سُلڪنو:** ص. سلچڻو- اخلاقن وارو.

**سَلم:** ذ (ع) بيعانو. سُوتي- ايڊوانس.

**سَلمہ:** ذ (ف) سوني پاتي چڙهيل چانديءَ جي تند (جيڪا پرت ۾ ڪم اچي).

**سلما ستارا:** ذ. پرت لاءِ چانديءَ جي تارءِ ستارا.

**سَلمي:** ص (ع) سهڻي- حسين. محبوب.

**سَلڻُ:** م. ٻڌائڻ- ڏسڻ. ظاهر ڪرڻ. سچي ڪرڻ. مڃڻ- اقرار ڪرڻ. سوراخ ڪرڻ- ٽنگ ڪرڻ- سل ڪڍڻ.

**سَلو:** ذ. ٻوٽو. زمين مان اُپڙيل ننڍو ٻوٽو. ٻنداني ڦوٽهڙو. ٽڏو. بنياد- پيڙه.

**سَلا ساوا هئڻ:** ملڪيتءَ اولاد جي ڪمي نہ هئڻ.

**سَلي ڪان اڳ سَنگ ڳنڍڻ:** اڄيا انسب ٻڌڻ. ڳڪٽيون ڪرڻ.

**سلو:** ص (انگ) آهستي- سست رفتاري.

**سَلوارَ:** ث (ع؛ سروال) سٿڻ- شلوار.

**سَلوِيَت:** ث.محبت- چاهت- عشق.

**سَلوتري:** ذ(ه)گهوڙن جو ڏاڪٽر.

**سُلوٽُ:** ذ(انگ) فوجي سلام- سلامي.

**سلوَر:** ث(انگ) چاندي(ڌاتو).

**سلوَر جُوبِلي:** ث(انگ)پنجويه سال پورا ٿيڻ جو جشن.

**سلوڪُ:** ذ(سن:اَشلوڪ) شعر.بيت.نظم.

**سُلوڪُ:** ذ(ع) رويو- ورتاءُ.ناه.صلح.دوستي.حق تعاليٰ جي قرب جي طلب.حق جي ڳولا.تصوف جو طريقو.

**سُلوڪَتَ:** ث.قرب- محبت.ناه- صلح.خوش اخلاقي.

**سَلُونگڙو:** ذ.سوراخ-ٽُنگ-ڏرُ.

**سَلُونو:** ص.چهرو- نمڪين.سوادي.سانورو.وتندڙ.سهڻو- حسين.

**سَلوِيُ:** ذ(ع)بٽيرو.تتر.ماڪي.

**سلهَ:** ث.هڪ قسم جي بيماري- ٽيبدق- T.B..

**سلهُ:** ص.سڌو- سنئون- سُبتو.

**سَلهاڙُ:** ث.جَڪڙ-ڳنڍ.قطار.پيله.

**سَلهاڙجڻ:** م.هڪبئي سان ڳنڍجڻ- قطار ۾ بڌجڻ.

**سَلهاڙڻُ:** م.گڏ بڌڻ-ڳنڍڻ- ملائڻ.قطار ۾ گڏائڻ.

**سَلهَٽ:** ذ.سَلٽ.ناه- صلح.

**سَلهڙُ:** ذ.گڏ- سان.قطار ۾ ڳنڍيل- لاڳُو.

**سلهو سات هئڻ:** بلڪل آهستي ڪم ڪرڻ- سُستهئڻ.

**سَلِي:** ث(سن.شلي) دروازي جي چوڪٺ جي هيٺين ڪاٺي.پٽ جي پريل ديگ ڪٽڻ لاءِ ڪاٺي.

**سَلِيتو:** ذ.اُٺ تي مسافريءَ جو سامان رکڻ جو هڪ نمونو.

**سليٽ:** ث(انگ) اسڪول ۾ ٻارن جي لکڻ لاءِ هڪ قسم جي پٿر يا لوهه جي تختي.

**سليپرُ:** ذ.(انگ) جتيءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ڪشا (ڪهنيون) وجهڻ وارو حصو نه هجي).ريلوي لائين جي پٽن کي هيٺان ٽيڪ ڏيڻ لاءِ دوکي.

**سَلِيسُ:** ص(ع) آسان- سولو.عام فهم.

**سَلِيقو:** ذ(ع)تميز- شعور.سمجهه.لياقت- اهليت.هنر.سگهڙائپ.

**سَلِيقهءِ مجلس:** ث.مجلس جا آداب.

**سليڪشن:** ذ(انگ)پسند موجب چوند.

**سَلِيمُ:** ص(ع) نيڪ- درست- صحيح.ڪامل- پورو.صاف دل.بردبار.

**سليم الطبع:** ص.نرم دل.دوراند يش.سادو سِڌو.

**سُليمانُ:** اسم خاص(ع) هڪ نبي سڳورو.جنهن بيت المقدس جو بنياد رکيو.

**سُليماني:** ص.حضرت سليمان عليه السلام ڏانهن منسوب.(ذ) هڪ قسم جو قيمتي پٿر.

**سَليو:** ص.سُست-ٽوٽي- ڪم ڪوس.

**سَمرَ:** ث.زور- بار.واڌارو.

**سَمرَ ڪَٽڻ:** ٻئي جو بار ڪٽڻ.وڏن جي پيروي ڪرڻ.

**سَمرَ:** ظ(سن) برابر- يڪسان- مساوي.وانگر- جهڙو.

**سَمرَ تي وڃڻ:** برابر ٿي وڃڻ.ميٺجي وڃڻ.

**سَمرُ:** ذ.موسيقيءَ جي اصطلاح ۾ تار(وجت) جي آخري ماترا.

**سَمرُ:** ذ(ع)زهر- وهُه.

**سَمر قاتل:** ذ.ماريندڙ زهر.

**سَمرَ:** ث.زمين مان ظاهر ٿيل پاڻي.زمين مان ظاهر ٿيل پوسل (جيڪا عام طور ڪلراٺي زمين ۾ ٿئي يا زمين کي ڪلر و رو ڪري).

**سَمرَ نالي:** ث.سمرَ جي پاڻيءَ جي نيڪال وارو وهڪرو.

**سُمرُ:** ذ.گهوڙي جو ڪُر- سُنب.

**سَما:** اسم خاص.سنڌ جي هڪ مشهور قوم (جنهن جي حڪمران گهراڻي سنڌ تي 1350ع کان 1530ع تائين حڪومت ڪئي).

**سَما:** ذ(ع) آسمان- فلڪ- آڪاش.

**سمه ، سَماٽَ:** ذ.سمن جي رهائش واري ايراضي (سماٽ.لاڪاٽ وغيره).سَمهَ قبيلي جا پاڙاءِ نکون.وڏي ڏاڏي سمه جو اولاد.

**سَماپت:** ظ(سن) مڪمل- پورو.ختم.(ث) پڄاڻي- تڪميل.

**سَماپتي:** ص.ختم ٿيل- پورو ٿيل.

**سَماپن:** ذ.چيه- پڄاڻي.انومان- نتيجو.

**سَماجُ:** ذ (سن) پنچات- برادري- پائيچاري.معاشرو- پنگت.اجتماع- جلسو.جماعت- بزم.

**سَماجَت:** ث(ع) خوشامد- چاپلوسي (هي لفظ عموماً "منت" سان گڏ ڪم اچي).

**سَما جوڳُ:** ذ(سن) ملاقات.سنبنڌ- ڳانڍاپي وارو تعلق.

**سَماجي:** ص.معاشرتي-پنگتي.

**سَماچارُ:** ذ (سن) چال- ريت- روش.حالات- واقعات.خبر- طلاع.احوال.خبر چار.سُڌ سماءُ.حال احوال.

**سَماڌُ:** ذ.خدائي ڌيان- خدائي لاڳاپو.

**سَماڌي:** ث (سن) محويت.استغراق.غور- فڪر.ڌيان.جوڳين سناسين جي تپسيا جو هڪ طريقو.قبر (خاص ڪري هندو

مهاپرش جي ).

**سَماڙ:** ث.نگاهہ-نظرداري.

**سَماڙُو:** ذ.واقف-ڄاتو.

**سَماڙهو:** ذ.جانورن جو هڪ مرض.

**سَماسُ:** ذ.ٻن شبدن جو ميلاپ.

**سَماعُ:** ذ (ع) صوفياڻو راڳ. راڳ تي آيل حال- وجد. ذڪر جو هڪ طريقو.

**سَماعَت:** ث (ع) ٻُڌڻ. ٻڌڻ جي قوت. ٻڌڻ جي حالت. شنوائي (مقدمي جي).

**سَماعت ڪرڻ:** ٻُڌڻ. مقدمو ٻُڌڻ.

**سَماعي:** ص(ع) ٻُڌل. روايتي.

**سماقُ:** ذ (ع) هڪ قسم جو رنگين سخت پٿر (جنهن مان روهيون ٺهن).

**سماق داڻا:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**سَماڪُ:** ذ.خيال-ڌيان.

**سَماگَت:** ث(سن) ميلاپ. تعلق-ڳنڍاپو.

**سَماگمُ:** ذ(سن) جماعت-منڊلي-مجلس. ٻڌي.

**سَمالوچنا:** ث.ٽيڪاٽپڻي-رايو-تنقيد ۽ تبصرو.

**سَمان:** ص(سن) جهڙو-مثل-وانگر.

**سَمانگُ:** ص.سهڻي رنگ واري. ڏسڻ جهڙي- خوش رنگ.

**سَمانو:** ص.عزت وارو- وڏي مان وارو- ماناڻو. عزت سان. مقبول. سکيو-آسودو. هٺيڪو. (ث. سَماڻي).

**سَمائڻ:** م.اُماڻڻ- الوداع ڪرڻ- رخصت ڏيڻ.

**سُماڻو:** ص.خوش-سرهو. لڳل-مليل.

**سَماوات:** ذ(ع) "سما" جو جمع-آسمان- افلاڪ.

**سَماوارُ:** ذ (ف) ٽامي يا پٽل جو هڪ ٿانءُ (جنهن ۾ اندرئين وچ واري خال ۾ باهہ ٻرندي رهندي آهي ۽ ٻاهران پاڻي گرم ٿئي).

**سَماوي:** ص.آسمان وارو. غيبي.

**سَماءُ:** ذ.نگراني- چوڪسي. سنڀال. ٻروڙ- ڄاڻ. سَمڪَ. خبر.

**سَماءُ پوڻ:** نظر يا نگاهہ پوڻ. خبر پوڻ.

**سَماءُ لهڻ:** خبر وٺڻ- نظرداري ڪرڻ.

**سَمائڻُ، سَمائجڻُ:** م. پيهي وڃڻ- حلول ٿيڻ. گهڙي وڃڻ. رَچي وڃڻ. ويهي رهڻ (ذهن ۾). پئجي وڃڻ (اندر).

**سَمائي:** ث.گنجائش-وسعت. بُردباري-تحمل. حوصلو.

**سَمت:** ث (ع: سِمت) رستو-واٽ. طرف. پاسو-رُخ.

**سَمت الراس:** ظ. آسمان ڏانهن- سڌائي ۾ تي. (اسم) ترقي-اوج- ڪمال.

**سُمَت:** ث (سن) چڱي مت. سٺي صلاح. نيڪ هدايت. سٺي سمجهہ-عقل.

**سَمتا:** ث.برابري-هڪجهڙائي.

**سُمتي:** ث.ڏيوالو نڪتل جي ملڪيت قرضدارن ۾ ورهائڻ.

**سَمپادڪُ:** ذ(ھ) ايڊيٽر-مُدير.

**سَمپَت:** ث(سن) دولت-ڌن. آسودگي.

**سَمپُورڻ:** ص(سن) مڪمل-سڄو. ڀرپور. سراسر.

**سَمپُورڻ راڳ:** ذ.سرگم جي سڀني آوازن سان لڳندڙ راڳ.

**سَمجهہ:** ث. عقل- فهم- ادراڪ. هوش. دانائي. ڄاڻ. راءِ. خيال-ڳمڻ.

**سمجهہ اچڻ:** هوش اچڻ- عقل اچڻ. هوشيار ٿيڻ- ڏاهو ٿيڻ. اکيون کلڻ. خبر پوڻ. بلوغ ٿيڻ.

**سمجهہ ۾ اچڻ:** ذهن نشين ٿيڻ- سمجهڻ.

**سمجهاڻي:** ث.ڄاڻ. وضاحت-تشريح. هدايت- نصيحت.

**سمجهاڻي ڏيڻ:** ڪا ڳالهہ سمجهائڻ. هدايت ڪرڻ.

**سمجهائڻُ:** م. ٻڌائڻ. ڏسڻ. آگاهہ ڪرڻ. سيکارڻ. ذهن نشين ڪرڻ. سکيا ڏيڻ. نصيحت ڪرڻ. سيکت ڏيڻ. وضاحت ڪرڻ.

**سَمجهدارُ:** ص.سياڻو-ڏاهو-عقل وارو. تجربيڪار. ڄاڻو. هوشيار.

**سَمجهڻُ:** م. واقف ٿيڻ- آگاهہ ٿيڻ. ذهن نشين ٿيڻ. ڄاڻڻ- پروڙڻ. مڃڻ- قبول ڪرڻ. هوشيار ٿيڻ. سِکڻ. محسوس ڪرڻ- لکائڻ.

**سَمجهڻ ٻُجهڻ:** سوچ ويچار ڪرڻ- عقل کان ڪم وٺڻ.

**سَمجهُو:** ص.سياڻو-ڏاهو-هوشيار. عقلمند-داناءُ. عاقل.

**سَمنڊڻ:** ص.سربستو-ذري پرزي.

**سُمَرُ:** ذ. مسافري ۾ جو توشو. سفر خرچ. سامان- اسباب. ٽپڙ ٽاڙي. وسيلو.

**سُمُرادو:** ص.سوڀارو-ڪامياب- فتحمند.

**سُمرائڻ:** م. يادگيري ڏيارڻ.

**سُمُرت:** ث.عقل-هوش-فهم.

**سُمَرتي:** ث (سن) ڌيان- خيال- يادگيري. حافظو. هندن جي ڌرم جا اُهي ڪتاب جيڪي الهامي نہ هُجن (انهن ۾ ڇهہ ويد، انگ شاستر، منو جو ڌرم شاستر اُتهاس، پراڻ ۽ ٻيا شاستر اچي وڃن ٿا).

**سَمَرٿ:** ص. پهلوان- سگهارو-توانو. پڄندي ۽ وارو.

**سُمَرتِي:** ث. ملڪيت- دولت. پونجي. طاقت- توفيق-پڄندي.

**سُمريَ، سَمُرئي:** م. حوالي ڪرڻ- سونپڻ. خيرات ڪرڻ.

**سَمرو:** ذ. سفر جو سامان- رستي جو توشو.

**سَمُرڻ:** ث. تسبيح- مالها.

**سُمُرڻ:** م. تسبيح ڦيرائڻ- ورد وظيفو پڙهڻ. ياد ڪرڻ- سارڻ. عزت ڏيڻ. پوڄڻ.

**سُمرنو:** ذ. تسبيح جو ڏودانو.

**سَمرني سورڻ:** تسبيح پڙهڻ. انتظار ۾ عبادت ڪرڻ.

**سَمع:** ث (ع) ڪَنَ- گوش. سماعت- ٻڌڻ.

**سَمع خراشي:** ث. سمجھ. خبر- ڄاڻ. عقل. يادگيري.

**سَمڪ:** ث. سمجھ. ڄاڻ- سڌ. يادگيري- سنڀار.

**سَمڪ اچڻ:** هوش اچڻ. سمجھ اچڻ.

**سُمڪو:** ذ. ڏٿ جو هڪ قسم.

**سَمَن:** ذ (انگ) ڪورٽ جو سڏ. حاضر ٿيڻ جو حڪمنامو. عدالت ۾ شاهدي وغيره لاءِ گهرائڻ جو حڪمنامو. انجام- واعدو. گُلن جو هڪ قسم- چنبيلي- ياسمين.

**سَمَن تعميل ڪرڻ:** ڪورٽ جو حُڪمنامو واسطيدار ماڻهوءَ کي رسائڻ.

**سَمَن اَندام:** ذ (ف) گوري رنگ وارو. معشوق.

**سَمَن:** ذ (سن) سُويمبر. (اسم خاص) هڪ هندي شاعر جو تخلص.

**سَمَند:** ذ (ف) بادامي رنگ جو گهوڙو.

**سَمَندر، سَمُنڊ:** ذ (سن: سَمدر) بحر- ساگر.

**سَمُندر ڦيڻ:** ث. هڪ قسم جو پسر ڪو وکر- سمنڊ جي ڪناري تي گڏ ٿيل گجي يا جهڳ.

**سَمُندر جا ڪانگ ترڻ:** نڪموءِ بيڪار گذارڻ.

**سَمنگ:** ث. نوازش- مهرباني. راضپو. خوشي.

**سَمنگڻ، سَمگڻ:** م. راضي ٿيڻ- خوش ٿيڻ. نوازڻ. بخشش ڏيڻ.

**سَمنگهي:** ث. هار سينگار واري عورت.

**سمڻ:** م. زمين مان پاڻي سيمو ڪري نڪرڻ. واهه يا درياءَ وغيره جي ڪپن مان پاڻي رُوڻ ڪري نڪرڻ. ڦٽ ڦرڙيءَ مان رت پُون وهڻ. ڳاڙهو ڪرڻ- ٽمڻ.

**سمنو:** ص. سيمي وارو- سمنڊڙ. وات ڦاٽو. روئڻو. اندر ڪوٺو.

**سَمو:** ذ (سن: سمہ) وقت. زمانو- دور. مُند.

**سَموٽ:** ث. اعانت- مدد- واهر.

**سَمُور:** ذ (ع) هڪ جانور جنهن جي ٻت تي تمام سنهاءِ نرم ٻج ٿين (جنهن جي کل مان پوستينون ٿيون. جيڪي نهايت قيمتي ٿين).

**سَمُورو:** ظ. جمعي- مڙني- سڀ. سڀ لم- ڪل- سربستو. (ڏ. سمُوري).

**سَموم:** ث (ع) نهايت گرم ءِ زهريلي هوا (جيڪا ريگستان ۾ لڳندي آهي).

**سَمونڊ، سَمُونڊر:** ذ. سمنڊ- بحر- ساگر.

**سَموهُ:** ذ. فوج- لشڪر- ڪٽڪ.

**سَموهڻ:** م. ٺاهي رکڻ. ترتيب ڏيڻ. سنوارڻ- سنوڌو ڪرڻ. ڳنڍ ڪرڻ. منجهيل سٽ وغيره کي سڌارڻ ءِ سلجهائڻ.

**سَمهَ:** ث. سماع. صفت ءِ ساراهه جا بيت يا مداح.

**سَمهَ هڻڻ:** سماع ڪرڻ. بيت يا مداح سُرسان پڙهڻ. ضرٻون هڻڻ ءِ سنجيدگي ءَ سان گولائي ۾ ڦرڻ ءِ نچڻ وارا قدم کڻڻ.

**سَمهابو:** ذ. لحاظ- مروت. لياقت.

**سَمهارڻ:** م. ننڊ ڪرائڻ. ننڊ ڏيارڻ. ليٽائڻ. ڏاهڻ. مارڻ.

**سَمهاڙو:** ص. سَولو- آسان. خسيس- معمولي- سڌو- سنئون.

**سَمهاڙو:** ظ. سامهون. ويجهو.

**سَمهاڻي:** ث. رات جو پهريون پهر- سهماٽي.

**سَمهاڻي نماز:** ث. عشاءَ جي نماز.

**سَمهري:** ث. هميشه هڪ وقت کير ڏيندڙ ٻڪري.

**سَمهڙو:** ذ. چوپائي مال جو هڪ مرض (جنهن ۾ وات ۾ پير پچي پون).

**سُمهڻ:** م. ننڊ ڪرڻ. ليٽڻ. ڊهڻ.

**سَمهوري:** ث. ننڊ- خواب.

**سَمهون:** ظ. سامهون- اڳيان.

**سُمهير:** ذ. سرڳ- بهشت.

**سَمئي ڪرڻ:** لاڏاتو ڪرڻ- مري وڃڻ.

**سَميٽ:** ظ (سن) سان- گڏ- سوڌو- پيڙو- شامل.

**سَميٽڻُ، سَميٽڻ:** م. گڏ ڪرڻ- جمع ڪرڻ- يڪجاءِ ميڙڻ.

**سَميٽجيو وڃڻ:** پوروٿيڻ. مري وڃڻ. کٽي اچڻ.

**سَميجا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**سَميجانو:** چوريءَ جو- چوريءَ وارو. چورن جو.

**سَمير:** ص. محڪم- قائم- مضبوط.

**سَميري:** ث. هڪ قديم تهذيب.

**سَميع:** ص (ع) ٻڌندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**سَميع بصير:** ص. ٻڌندڙ ءِ ڏسندڙ- دانا بينا.

**سَميل:** ث. ٻاجاريءَ ۾ پيل اُپي ڪاني.

**سَنَ:** ث.اهاڻيل. جنهن جي پٽي ۾ لُوڻ جمي- لُوڻ واري ڍنڍ. تلاءُ.

**سَنُ:** ذ (ع:سِن) سال- ورهيه. عمر. (ظ) جيڏو (عمر ۾)- برابر- مَٽ.

**سَن بُلُوغت:** ذ.جوانيءَ جي عمر.

**سَن رَسيده:** ص.پوڙهو- پيرسن- وڏيءَ عمر جو.

**سَن سال:** ذ.دور- زمانو- وقت.

**سَن عيسوي:** ث.شمسي سال.

**سَن فصلي:** ث.فصل مطابق شمار ٿيندڙ سال.

**سَن هجري:** ث.قمري سال (هجرت محمدي کان شروع ٿيندڙ).

**سُن:** ث.چُپ- ماٺ- خاموشي.بي حسي- بيهوشي.حيراني.

**سُن ڪائڻ:** ماٺ ۾ اچڻ.صبر ڪرڻ.چُپ ڪرڻ.

**سُن ۾ پوڻ:** ڳڻتيءَ ۾ پوڻ.

**سَنا:** ث (ع) هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**سَناتَ:** ص (سن) قديم- آڳاٽو- پُراڻو.

**سَناٽو، سُناٽو:** ذ.چُپ- خاموشي- ماٺ.سانت.

**سَناٽي ۾ اچڻ:** ماٺ ۾ اچڻ.حيران ٿيڻ.

**سُناري:** ص (سن) سهڻي زال- حَسين عورت.

**سَناسي:** ص (سن:سنياسي) هندو فقيرن جو هڪ گروهه.تياڳي- تارڪ.

**سَنامڪي:** ث.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر.

**سَنانُ:** ذ (سن:اشنان) وهنجڻ- غسل.ٽُٻ.

**سَنان پاڻي:** ذ.وهنجڻ سهنجڻ.

**سنانَ:** ث (ع) نيزي جي ڇهنب.نيزو- ڀالو.

**سَناوَر:** ذ.تري ڄ تندڙ- تارو.

**سُنبُ:** ذ (ف:سُم) گهوڙي يا گڏهه جو کُرُ.

**سُنب تراش:** ذ.گهوڙن يا گڏهن جي پيرن جا نَنهن لاهيندڙ.

**سُنبار:** ذ.ڪٽيءَ لسيءَ ۾ ٿوري لسيءَ جو ميلاپ- ڀهڙ.

**سَنباڻُ:** ذ.کير جمائڻ لاءِ اُن ۾ وڌل لسي وغيره.

**سَنباهُ:** ذ.سانباهو- تياري- سَنبت.

**سَنباهڻُ:** م.تيار ڪرڻ- تياري ڪرڻ.

**سَنباهي:** ث.تياري- سنبت.

**سَنبَتَ:** ث.تياري- سانباهو.سعيو.همٿ يا وڙهڻ جي تياري.

**سنبَتُ:** ذ. سال- سنه. وڪرمي سال. جيڪو 57 قبل مسيح کان شروع ٿيو هو.

**سَنبَر:** ذ.پاڻيءَ جي وڏي سطح.زوردار وهڪرو.

**سَنبرڻ:** م.تياري ڪرڻ- سانباهو ڪرڻ.

**سَنبَڙ:** ذ.چمڙيءَ جي هڪ وچڙندڙ بيماريءَ جو نالو.

**سُنبُلُ:** ذ (ف) هڪ خوشبودار گاههُ اُن جو گُل.

**سُنبو:** ذ.لوهه جي ڇهنبيل سيخ (سُل ڪڍڻ ۾ ڪم اچي).

**سَنبوسو:** ذ (ف:سموسه) قيمو پيل تَرَڪندي ڪچوري.

**سَنبوهي:** ث.مڇين ڦاسائڻ لاءِ هڪ قسم جو جار.

**سَنبَهڻُ:** م.سنبرڻ.تيار ٿيڻ.سنبت ڪرڻ.

**سَنبهي:** ث.مڇي مارڻ جي ترڪندي ڄاري.

**سَنبير:** ث.قطار- صف- لانڍ.

**سَنبندَ:** ذ (سن) ملائڻ- جوڙڻ- ڳنڍڻ. تعلق- لاڳاپو- ڳانڍاپو. ناتو.ميلاپ.

**سَنبنڌي:** ص.وسطيدار- تعلق وارو.عزيز- مائٽ- رشتيدار.

**سَنيارَ:** ث. سنڀال. سماءُ. نظرداري. يادگيري. اُڪير- سارُوٽي. سڄاڳي- جاڳ.

**سَنيارُ:** ذ. وڏو چَڙو (چوپائي. خاص طرح مينهن ڳئون کي ڪچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ).

**سَنيارڻُ:** م.سنڀالڻ.سارڻ- ياد ڪرڻ.خبر لهڻ.

**سَنيارو:** ص.سنوت وارو- سڌو.

**سنيالَ:** ث.سنڀار.نظرداري.جاچ.هوشياري.سَنڀال.خبرگيري. پرورش.خبرداري- احتياط.

**سنيال ٿيڻ:** عورت کي ويم جا سُور ٿيڻ.

**سَنيالڻُ:** م.ياد ڪرڻ- سارڻ.جهلڻ- روڪڻ.ڳڻڻ- شمار ڪرڻ. امداد ڪرڻ. خبرداري ڪرڻ. سهارو ڏيڻ. نڀائڻ- پالڻ- پرورش ڪرڻ. مدد ڪرڻ. ذميداري کڻڻ. سمجهه واري عمر ۾ اچڻ.پ تيرو ٿيڻ.نگهداشت ڪرڻ.

**سَنيالي ڇڏڻ:** شمار ڪري ڇڏڻ- ڳڻي ڇڏڻ.

**سَنيالو:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو (ڪل دوا ۾ ڪم اچي).

**سَنيالي سَنيالي:** ظ.آهستي آهستي.احتياط سان.

**سَنياليندڙ:** ص.نگهبان- راکو.رکپال.سرپرست.ڏتي ڏوتي.

**سَنيائڻ:** م.تيار ڪرڻ- سنبرائڻ.

**سَنيرڻُ:** م. سنبت رکڻ- تياري ڪرڻ. وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ. سانباهو ڪرڻ.سعيو ڪرڻ.

**سَنيوڙو:** ص.تيار ٿيل- سنبريل- تيار.ياد پيل- سنيريل.

**سَنيوڳ:** ذ (سن) جمع- لڳ.

**سَنيوئي:** ث.مڇي ڦاسائڻ جي ڄار سان ٻڌڻ جي نَٽ.

**سَنيپتَنُ:** م. موڳو ڪرڻ- مُنجهائڻ دل ۾ ساندڻ.

**سنتُ:** ذ (سن) نيڪ- پارسا. پرهيزگار. معزز. سڪر ماڻهو.

**سُنتَ:** ث (ع) ڪم ڪرڻ جو طريقو. روش- چال- هلت. زندگي گذارڻ جو درست طريقو. نبي ڪريم ﷺ ۽ اصحابن سڳورن جو عمل. ها نماز. جيڪا فرض نه هجي. طُهر- ختنو.

**سُنت نَبوي:** ذ. نبي سڳوري جو طريقو ۽ عمل.

**سُنت وِنائڻ:** شهپرن جا وار ڪئنچيءَ سان ڪترائڻ- شهپرونائڻ.

**سُنت ويهارڻ:** طهر ڪرائڻ- ختنو ڪرائڻ.

**سَنتاپُ:** ذ (سن) درد- ايذاءَ- پيڙا. تيز حرارت. ويراڳ- جوڳ.

**سَنتاپِي:** ص. غمگين. موڳو.

**سَنتان:** ث (سن) نسل- پيڙهي. اولاد.

**سَنتَرَ:** ث. قطار- لانڍ- سنگهر.

**سَنتَرڻ:** م. سڌو ٿيڻ. ٺهڻ.

**سَنترِي:** ص (انگ) پهريدار- چوڪيدار. فوج يا پوليس جو سپاهي جيڪو پهري تي هجي.

**سَنتُو:** ث ڪوهه مان پاڻي ڪڍڻ جو بوڪو- ڪَلي.

**سَنتوش:** ذ (سن) اطمينان- دلجمعي. قناعت. صبر- ڌيرج.

**سَنتا:** ث. تعلقات- ميل. انجمن- سڀا. مجلس- ڪچهري.

**سَنجَ:** ث. شام جو وقت- پوجڙي.

**سَنجُ:** ذ. گهوڙي جو هنو ۽ پيا ساز سامان.

**سَنج رکڻ:** سهسائي ڪم ونڻ. هيرائڻ. جماع ڪرڻ.

**سنجافُ:** ذ (ف) پانَڪ- جهالر. هڪ قسم جو ڪپڙو.

**سَنجافِي:** ص. حاشيءَ وارو- ڪناريءَ وارو.

**سَنجائتو:** ص. سَنج رکيل (گهوڙو). هِريل. ناهوڪو.

**سَنجَتَ:** ذ. ٺهڻوهه. سامان- اسباب. صفائي سٺائي. اوجر.

**سَنجرائي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**سَنجرَڻُ:** م. زمين مان پاڻي سِمَڻ. سيمو ڪرڻ. اُپڙڻ- اُپجڻ- پيدا ٿيڻ- اُپرڻ. شروعات ٿيڻ. مُنهن ڪڍڻ (بج. بار. بيماري).

**سُنجرو:** ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ وکر.

**سَنجَمُ:** ذ. صرفو- ڪفايت شعاري. سانگ صرفو.

**سَنجم سِکڻ:** ڪفايت شعاري اختيار ڪرڻ. صبر سان وقت گذارڻ.

**سَنجمي:** ص. پرهيزگار- متقي. ٿورخرچو- ڪفايتي- پاڻ پليندڙ.

**سَنجَڻُ:** م. گهوڙي تي سنج رکڻ- ڳجرو... ڻ. سينگاري تيار ڪرڻ.

**سنجَڻُ:** م. اُپائڻ (پاڻي. کوهه مان)- کوهه مان پاڻي ڪڍڻ.

**سَنجِني:** ث. سنجڻ جو نمونو. ڍنگ- طرز. ٺهڻوهه- بناوت.

**سَنجو:** ذ. ڪڙهيءَ (مڇي مارڻ جي) جو پير.

**سَنجورو:** ص. ناهوڪو- نيڪناڪ- سنجائتو.

**سَنجوڳُ:** ذ (سن) دوستي- ياري. ملاقات. ميلاپ. اتحاد- ٻڌي. معاهدو.

**سَنجوڳِي:** ص. مِلائيندڙ. (ذ) اهو جوڳي جيڪو شادي ڪري.

**سَنجوئڻ:** م. سينگارڻ. ناهڻ- بنائڻ.

**سَنجيدگي:** ث (ف) بردباري- گنڀيرتا. دورانديشي. نهٺائي.

**سَنجيدَو:** ث (ف) گنڀير- بردبار. دورانديش. فهميدو.

**سَنجيلو:** ذ. سامان سوڌو. ٺٺ وارو. (ص) سٺي سياءَ وارو.

**سَنجهَ:** ث. سانجهي- سنجها. شام. نماشام- سج لٿي جي مهل. رات.

**سَنجه صُباح:** ظ. صبح شام. هروقت. گهڙي گهڙي.

**سَنجها:** ث. سنجه. سانجهي. سج لهڻ جو وقت- مغرب. رات جو پهريون پهر.

**سَنجهو:** ذ. رات جو پهريون پهر. سج لٿي جي مهل. سومهڻي.

**سَنجهو ٽَرڻ:** سومهڻيءَ جو وقت گذرڻ.

**سَنجهي ئِي:** ظ. سوير- ساجهر- سنجهي مان.

**سَنجهوتِي:** ث. پرڀات- پرهه ڦٽي.

**سنجهورو:** اسم خاص. ضلعي سانگهڙ ۾ هڪ شهر جو نالو.

**سَنجهي:** ث. گاهه جو هڪ قسم- سِنجي.

**سَجڻ:** م. سامهون ڪرڻ. تڪڻ.

**سَنَدَ:** ث (ع) ثابتي. لکت ۾ ثابتي. دستاويز. پروانو. سرٽيفڪيٽ. تصديق نامو. اجازت نامو.

**سَنَد سمجهڻ:** تصديق شده ڄاڻڻ- معتبر سمجهڻ.

**سَنَد هئڻ:** قابل اعتماد هئڻ- تسليم لائق هئڻ.

**سَنَدَيافتہ:** ص. سَنَد مليل- سرٽيفڪيٽ ورتل.

**سَندِي:** ص. سَنَد وارو. اَمين. دلالي- پلاوتو.

**سُندَ، سُندڙو:** ذ. ڪکن ڪانن مان ٺهيل ڍڪ سان ننڍڙي پيتي يا ٽوڪري (سٽ پٽ يا سُئي سڳي رکڻ لاءِ).

**سَندانِ:** ث (ع: سَندان) لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار- اَهَرڻ.

**سَندان ڪرڻ:** سخت سزا ڏيڻ.

**سَندائڻ:** م. تنگ ڪرڻ- ستائڻ. چيڙائڻ- ڪاوڙائڻ. خبردار ڪرڻ

**سُندَرَ:** ص (سن) سهڻو- حسين- خوبصورت. وڻندڙ- موهڻو.

**سُندرَتا:** ث (سن) سونهن- سوڀيا- حُسن. خوبصورتي.

**سُندرِي:** ث (سن) سهڻي- موهڻي. (ث) ننڍي شرناءِ.

**سُندرَس:** ذ (ف) وارنش ناهڻ ۾ ڪم ايندڙ ڪوئر جهڙو هڪ وکر.

**سَندرَڻُ:** م. رمين يا مٽيءَ کي هموار ڪرڻ- سنئون ڪرڻ. ڪوڏر سان مٽي وڇائڻ.

**سَندرو:** ذ. ڪمر پٽو. چيلهه ۾ ٻڌل ڪپڙو. مٿه وڙهڻ لاءِ وٽيل ڪپڙو (جيڪو پهلوان چيلهه ۾ ٻڌن).

**سَندرو ٻڌڻ:** ڪنهن ڪم لاءِ تيار ٿيڻ. همت ٻڌڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**سَندرو جهلائڻ:** ڪم ۾ مدد ڪرڻ. هٿ ونڊائڻ.

**سَندرو ساهڻ:** سَندرو ڇڪڻ. مقابلي لاءِ تيار ٿيڻ.

**سَندرو ڪرڻ:** ملهه وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ. مقابلي لاءِ تيار ٿيڻ.

**سَندُس:** اضافتي ضمير. هن جو- هُن وارو.

**سَندَم:** اضافتي ضمير. منهنجو- مون وارو.

**سَندَڻ:** م. تياري ڪرڻ- سانباهو ڪرڻ.

**سَندو:** حرف اضافت. وارو. پنهنجو. (ظ) جهڙو. (ث. سَندي).

**سَندءِ:** اضافتي ضمير: تنهنجو- توَوارو.

**سَنديس، سَنديسو:** ذ (ه) پيغام- نياپو- سنيهو. حڪم- فرمان.

**سَنديلو:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**سَنديه:** ذ. شڪ- گمان- فڪر- انديشو. غم. ڀَرم.

**سَنڌ:** ث. ڪاٺ- سرنگه. ڀلا مارڻ جو هڪ قسم جو ڊگهو چاڙ.

**سَنڌ ڪمائڻ:** سيا تپ سان ڪم ڪرڻ.

**سَنڌر:** ذ. ڪاٺڙيو. چور. رهزن.

**سَنڌَ:** ذ. بدن ۾ هڏن جو جوڙ- هڏن جي ڳنڍجڻ وارو حصو- ڳنڍ. درزَ- سيرَ. عضوو.

**سَنڌ سَچا ڪرڻ:** سَنڌ ملائڻ. محنت ڪرڻ.

**سَنڌ سُڪڻ:** عضوا هيڻا ٿيڻ. ڪم ڪار ڪان بيڪار ٿيڻ. ٽوٽي ٿيڻ.

**سَنڌ ملائڻ:** جوڙ ملائڻ. درزيرڻ.

**سِنڌ:** اسم خاص. قديم دور کان قائم هڪ ملڪ (جيڪو هاڻي پاڪستان ۾ صوبي طور شامل آهي).

**سِنڌواسي:** ص. سنڌ جارهاڪو- سنڌي.

**سَنڌائتو:** ص. سَنڌ تي. ڍنگ تي. پوري هنڌ تي- هنڌائتو.

**سَنڌائڻ:** م. سٽائڻ- ڏکوئڻ. ميارڏيڻ. آچار نهرائڻ.

**سِنڌڙي:** اسم خاص. هڪ آڳاٽو سامونڊي بندر. (ص) انب جو هڪ قسم.

**سِنڌُو:** ث. سنڌ مان وهندڙ درياءُ (جيڪو هماليه جبل مان نڪري ڪشمير، سرحد، پنجاب ۽ سنڌ مان وهي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو).

**سِنڌوَرڪي:** ذ. ڏورانهن ملڪن ۾ تجارت ڪندڙ سنڌ جا ماڻهو.

**سَنڌَڻُ:** م. آچار وجهڻ- سانڌاتو ڪرڻ. سانڍڻ. هڪ هنڌ گهڻو وقت رکي ڪِنو ڪرڻ. ڳنڍڻ- جوڙڻ.

**سِنڌتو:** ذ. عورت ڏانهن ويم وقت ساهرن طرفان موڪليل مڻ ن.

**سَنڌو:** ذ. وڇوٽي- وٿي. حدفاصل- جدا ڪرڻ وارو نشان. چيڙو- ڍنگ.

**سنڌو پوڻ:** وٿي پوڻ. جُدائي ٿيڻ.

**سَنڌو سيڙهو:** ذ. حد- ڍنگ. ويڇو. تفاوت- فرق. لڳ لاڳاپي ۾ جدائي.

**سَنڌو ڪرڻ:** ڀري پچڻ- پاسو ڪرڻ. حدبندي ڪرڻ. تقسيم ڪرڻ- ورهائڻ.

**سَنڌي جا ڏينهن:** ذ. فصل پچڻ جو وقت.

**سَنڌُوتي:** ث. ان ڏيجندڙ مينهن. ڳئون وغيره.

**سِنڌُو درياءُ، سنڌو ندي:** اسم خاص. سنڌ جو مشهور درياءُ- مهران.

**سَنڌي:** ث. سَنڌ- جوڙ (عضوي جو).

**سَنڌيون سايون ٿيڻ:** ڪم تي هڏ ڏورڻ- ٽوٽي ٿيڻ.

**سِنڌي:** ث. سنڌ جي ٻولي. (ص) سنڌ جو رهاڪو.

**سِنڌي چانور:** ث. ڳاڙها چانور.

**سِنڌي سُونهن:** ذ. سنڌي ٻوليءَ جي درسي ڪتابن ۾ آيل ڏکين لفظن ۽ اصطلاح جي معنائن وارو ڪتاب.

**سِنڌي گجر:** ذ. گجر جو هڪ قسم- ٻِتائي گجر.

**سِنڌيڙ:** ص. سنڌي ٻولي ڳالهائي ۽ پڙهي سگهندڙ.

**سَنڊ (ث)، سَنڊُ:** ذ. سيتاه. ساندارو (جنهن کي ڦوڪي هوا ڀري پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ ڪم آڻجي). پکال- مَشڪ.

**سَنڊُ:** ذ. حواس- تنت.

**سَنڊُ مُنجهڻ:** بيهوش ٿي وڃڻ. ريح بند ٿيڻ.

**سَنڊاسُ:** ذ. ڪاڪوس (جنهن ۾ ٻاهران پنگي صفائي ڪري). اُهو کوهه جنهن جي تري ۾ لونڊ پري. مٿان منهن ڍڪي ڳَڙکو ڇڏجي. جنهن مان پاخانو اندر وڃي.

**سَنڊَڻُ:** م. ترڻ. ڪنهن ڪم لاءِ حوصلو ڪرڻ. همت ڪري اڳتي وڌڻ. سيٽ هه جي وسيلي درياءُ ترڻ جو حوصلو ڏارڻ.

**سَنڊُو:** اسم خاص. ضمعي ٺٽي ۾ جاتيءَ لڳ هڪ آڳاٽي بندر ۽ ڳوٺ جو نالو- سيرڳنڊو- سنڊو بندر.

**سَنڊِ:** ث. اها عورت جنهن کي حمل نه ٿئي.

**سُنڊِ:** ث. سنڪل ادرڪ. جوئر يا باجهر جي لاباري کان پوءِ زمين ۾ رهيل ڪانڌن جون پاڙون ۽ ڪٽون.

**سَنڌاپو:** ذ. سَنڌ هجڻ واري حالت.

**سُنڌارڻ:** م. مارڻ- چلهڻ. ڪنج ڪڍڻ.

**سَنڌو:** ص. ٻن ڀيڻن جي مڙسن جو پاڻ ۾ سڱ- سالي ءَ جو مڙس- هَم زُلف.

**سُنڌو:** ذ. ڪجيءَ جي ڪاٻڙڪان ٻوٽن تائين ڪنڌ ٻن وارو حصو.

**سَنڌور:** ث. سنڀال. پرداخت. پرگھور. پالنا.

**سَنڌورڻ:** م. سنڀالڻ. نڀائڻ- پالڻ. سانڍڻ.

**سُنڌي:** ث. پوک ۾ ڪاني جي ڪَتَ. گوشت جي مُشڪَ. پوک يا ٻوٽن کي ڪائيندڙ هڪ قسم جو ڪينئون.

**سَنرو:** ص. تازو. تازوتوانو. تندرست- چڱو ڀلو. خوش- سرهو. سکيو آسودو.

**سَنسارُ:** ذ (سن) دنيا- جهان- عالمُ. ڪائنات.

**سَنسار ۾ گھڙڻ:** پيدا ٿيڻ- ڄمڻ. دنيا جي وهنوارڪان واقف ٿيڻ. نئين شادي ٿيڻ.

**سنسار:** ذ. هڪ قسم جو آبي جانور- سيسر.

**سُنسان:** ص. اُجاڙ- ويران. سُڃ. خموشي- ماٺ.

**سُنسان ڪرڻ:** اُجڙ ڪرڻ- ويران ڪرڻ. اداس ڪرڻ- بي آرام ڪرڻ.

**سَنستا:** ث (سن) جماعت- ٽولو- گروه.

**سَنسڪار:** ذ (ھ) هندن جي ڪرياڪرم جي هڪ رسم. ريت- رسم. اثر- تاثير. خيال.

**سَنسڪرت:** ث (سن) سنڀال سان ٺهيل. بناوتي- مصنوعي. مڪمل- پورو. سينگاريل. اعلي. صاف سٿرو. صرف نحو جي قاعدن تي ٻڌل ٻولي. هندن جي قديم ٻولي.

**سَنسو:** ذ. انديشو- گمان. شڪ- دٻ. وهم- ڀرم. ويچار- انومان.

**سَنڪ:** ث. اشارو- ڏس. اُهڃاڻ.

**سَنڪَٽُ:** ذ (سن) تڪليف- دقت. خنو. رنڊڪ- روڪ- روڙو. شامت- مصيبت.

**سَنڪ پُشپي:** ذ. هڪ پسارڪو وکر. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

**سَنڪلي:** ث. زنجير- سنگهر. ٻچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**سَنڪڻُ:** م. ڊڄڻ- دٻ ڪان ڏڪڻ.

**سَنڪو:** ذ. دٻ- ڀؤ- اُدڪو.

**سنڪونا:** ث. وڻ جو هڪ قسم (جنهن مان مليريا لاءِ ڪونين جو گوري ٺهن).

**سَنکُ:** ذ (سن: شنک) ڪوڏ (هندو فقير ديوتائن جي اڳيان وڄائين)- ناد- ناقوس. ڳَٽپ جو هڪ ڏاڪو (هڪ سئو ڪرٻ).

**سَنکني:** ث (سن) عورت جي چئن قسمن مان هڪ قسم.

**سَنکيو:** ذ. هڪ قسم جو زهريلو وکر.

**سَنگُ:** ذ. ڀڪل پوک جو داڻن وارو مُچو- سٿو- خوشو.

**سَنگ ڪڍڻ:** آڪڙ ڪرڻ. مشهور ٿيڻ. اُن ظاهر ٿيڻ.

**سَنگ وڍڻ:** قطعي فيصلو ڪرڻ- قطع تعلقات ڪرڻ.

**سَنگائڻ:** م. سنگ ڪڍڻ- مورجڻ.

**سَنگ:** ذ (ف) پٿر- حجر- پَهڻ.

**سَنگ آستان:** ذ. چائنٺ جو پٿر- دروازي جو پٿر.

**سَنگ اَسود:** ذ. ڪارو پٿر. ڪعبة الله جي ديوار ۾ لڳل مقدس پٿر.

**سَنگ آهن رُبا:** ذ (ف) مقناطيس- چقمق.

**سَنگباري:** ث. پٿر هڻڻ يا اڇلڻ جو عمل.

**سَنگ بُصري:** ذ. دوا طور ڪتب ايندڙ هڪ قسم جو پٿر.

**سَنگتراش:** ص. پٿر گهڙيندڙ. پٿر ٽڪيندڙ. پٿر کي گهڙي چٽسالي ناهيندڙ.

**سنگتراشي:** ث. پٿر کي گهڙڻ ءِ ان تي نقش نگاري ڪرڻ جو فن.

**سَنگ پُشت:** ذ (ف) ڪمي- ڪَچون.

**سَنگ جراح:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**سَنگدل:** ص (ف) پٿر جهڙي ڏاڍي دل وارو. سخت دل- ڪٺور. بيرحم. ظالم.

**سَنگدلي:** ث. بي قياسي. بيرحمي. ظلم.

**سَنگ راهه:** ذ. رستي جو پٿر. رڪاوٽ- رنڊڪ.

**سَنگريزه:** ذ (ف) ننڍڙو پٿر- ڪڪرو- پَهتي.

**سَنگسار:** ذ (ف) زنا جي ڏوهاري کي پٿرن سان مارڻ جي شرعي سزا.

**سَنگسار ڪرڻ:** ڏوهيءَ کي پٿر هڻي مارڻ.

**سَنگساز:** ذ (ف) سنگتراش.

**سَنگ ستاره:** ذ. مُنڊين جي ٻڙن لاءِ ڪتب ايندڙ پٿر.

**سَنگ سَماق:** ذ. هڪ قسم جو سفيد ءِ نهايت سخت اُملهه پٿر.

**سَنگلاخ:** ذ. پٿريلي زمين. (ص) ڏکيو- دشوار.

**سَنگ لوح:** ذ. قبر جو پٿر (جنهن تي نالو وغيره لکيل هجي).

**سَنگمرمر:** ذ. هڪ قسم جو اڇو عمارتي پٿر.

**سَنگ موسيٰ:** ذ. خوشنما ڪارو پٿر.

**سَنگ يَشم:** ذ. زبرجد پٿر- زمرد.

**سَنگُ:** ذ (ھ) دوستي- سنگت. لاڳاپو. ساٿ- شراڪت. جماعت- سڀا.

**سَنگ ساھڻ:** تعلقات پيدا ڪرڻ.

**سَنگُ:** ذ (سن: شنگم) شينهن- شير. سکن جي نالي جو آخري حصو- سنگھ.

**سُنگُ:** ذ. محصول- ڍل. ڏاڻ. سرداري حڪم کي ڏنل سائي ني ڍل- ڏنڻ.

**سَنگا:** حرف جر. سان- گڏ- پيڙو- سنگ.

**سَنگار:** ث. ڪم ڪار جي چتو عورت.

**سَنگتَ:** ث. دوستي- ياري. جماعت- سنت.

**سَنگت ڪرڻ:** ساٿ ڏيڻ. گڏ هڻ. دوستي رکڻ.

**سَنگترو:** ذ. هڪ قسم جو ميوو- نارنگي.

**سَنگتي:** ص. دوست- يار. همراه. ساٿي- ٻيلي.

**سَنگجڻ:** م. لُهڻ- ڍڄڻ. ڪنبڻ. ڪيٻائڻ.

**سَنگچُوڙُ:** ذ. هڪ قسم جو نانگ (پٽي ۾ رهندڙ).

**سَنگر:** ث. خندق- کاهي. هڪ قسم جو زنانو زيور.

**سنگرُ:** ذ (انگ) ڳائڻو- فنڪار.

**سَنگراسي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (عام طور "ٿر" واري علائقي ۾).

**سَنگرام:** ذ. جنگ و جدل- لڙائي.

**سَنگرو:** ذ. کاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سَنگري:** ث. ڪنڊيءَ جو ميوو- سڱري.

**سنگلُ:** ص (انگ) اڪيلو- هڪڙو. ڇڙو. سگنل- اشارو.

**سنگل ڏيڻ:** اشارو ڏيڻ. توجه ڏيارڻ.

**سَنگمُ:** ذ (سن) گڏجاڻي- ميلاپ. ملاقات. اتصال. ٻن درياهن گڏجڻ وارو هنڌ.

**سَنگماهي:** ذ. پٿر جو هڪ قسم. جيڪو گڙدي جي سُور لاءِ پسارڪي وڪر طور ڪم اچي.

**سُنگڻ:** م. ڍل ونڻ. وصولي ڪرڻ.

**سُنگو:** ذ. زيور وغيره رکڻ لاءِ ڪاٺ جو ڏبلو.

**سَنگي:** ص. سنگتي- ساٿي- صحبتي. ساز وڄائيندڙ. (ث) زيور جو هڪ قسم.

**سَنگيتُ:** ذ (سن) گهڻن ڄڻن جو گڏجي ڳائڻ. گڏجي ڳايل راڳ. راڳ. موسيقي.

**سَنگين:** ص (ف) پٿر جو- پٿر مان ٺهيل. سخت- مضبوط- ڏاڍو.

**سَنگين سزا:** ث. سخت سزا- وڏي سزا.

**سَنگينَ:** ث. بندوق جي ناليءَ تي چڙهيل خنجر جهڙو چهنبيرو هٿيار.

**سَنگيني:** ث (ف) مضبوطي. سختي- ڏاڍائي.

**سنگھ:** ث. نڪ جي غلاظت- نم.

**سِنگھُ:** ذ (سن: شنگم) شينهن- شير. ٻبرون- سورهيه. هندن جي نالي جي صفتي علامت. کرون نڪ جو ٻوٽنگ- سڪ.

**سُنگھ:** ذ. ڏڏن ولوڙن جي مٽ تيءَ جو هڪ پرزو.

**سَنگها:** ث. حمل جو ٻج- حمل.

**سَنگھارھڻ:** م. پيٽ ٿيڻ- حمل ٿيڻ.

**سَنگھارُ:** ذ. ماندار- ماتوند ٻڳيو.

**سَنگھارڻ:** م. زنجيرن ۾ ٻڌڻ- ٻيڙيون وجهڻ.

**سنگھاڙو:** ذ. ميوي جو هڪ قسم- پاڻي ڦل.

**سَنگھاسَنُ:** ذ (سن) تخت.

**سنگهائڻ:** م. سُونگهائڻ. واسرونائڻ.

**سَنگهٽ:** ذ. آفت- مصيبت. آتڪ.

**سَنگهرَ:** ث. زنجير- ٻيٺر.

**سنگھرُ:** ص. جنهن جي نڪ مان هر وقت غلاظت وهي. گدنو.

**سَنگُهرو:** ذ. مَنڌيءَ کي سوگهو جهلڻ لاءِ ٻنهي پاسن کان رسي ٻڌل هڪ ڪاني. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سَنگھڙ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**سَنگهڙي:** ث. پاڻيءَ جو چشمو. واڏ- ويجھ.

**سنگهڻ:** م. سُونگهڻ. واسرونڻ. سنگھ ڪيڻ (نڪ مان).

**سَنگهو:** ذ. مرون (سونر) جو نيش- وَڄ.

**سَنگهوڙ:** ث. ملائڻ يا گڏڻ جي حالت. پيچ. سوڙھ.

**سَنگهوڙڻ:** م. گڏڻ. جمع ڪرڻ- پچائڻ.

**سنگرُ:** ص. سگن وارو (جانور). ويڙهو- اهنبر (وهٽ).

**سَنمانُ:** ذ (ھ) عزت- مان. آدرڀاءُ. مرحبا.

**سَنمُک:** ظ. آمهون سامهون. منهن مقابل- دوبدو. سرخرو.

**سنو:** ص. گهڻو وقت کيڙ نہ ڪيل (زمين).

**سَنواتو:** ص. سنئون- سڌو. ايماندار- سُپتيو.

**سَنواچاري:** ث. سڌائي- سچائي. سهولت.

**سَنوارَ:** ث. ٺهپ. درستي- اصلاح. سُوڌ. سڌارو- بهتري.

**سَنوارَتَ:** ذ. ڏاڙهي مُڇن جي حجامت.

**سَنوارت ڪرائڻ:** وارلهرائڻ. پاڻ ٺڳائڻ.

**سَنوارَتَ وَنائڻ:** ڏاڙهي مُڇن جا خط وٺائڻ.

**سنوارت وڏي وڃڻ:** وارن جو وڏي وڃڻ. مَت کسجي وڃڻ.

**سنوارَڻُ:** م. درست ڪرڻ- ٺاهڻ- سڌارڻ. ترتيب سان رکڻ. سڌو ڪرڻ- هموار ڪرڻ. سٺين طريقي سان ٺاهڻ جوڙڻ. سينگارڻ.

**سَنواريو:** ص. سڌريل. بختوارو- ڀاڳوارو.

**سُنوالو:** ظ. سوايو- سرس. ٿورو زياده- ٿورو وڌيڪ.

**سَنوائي:** ص. سڌائي- سوکائي. سونهن. صفائي. عقلي پورائي.

**سَنوائي ڪرڻ:** گهرج مهل مدد ڏيڻ.

**سَنوَتَ:** ث. سِڌائي- سُوڌائي. هڪجهڙائي (زمين يا ٽَرجي)- همواري.

**سَنوَت ڏيڻ:** سهنجائي ڏيڻ. ٺاهه ڪ اچڻ- ٺهي وڃڻ. چٽي مِ اچڻ.

**سَنوپرو:** ص. چڱو- خاص. معزز.

**سَنوَرَڻُ:** م. سنئون ٿيڻ. سڌو ٿيڻ. هموار ٿيڻ- سندرجڻ (پَٽُ. زمين). سڌرڻ. سينگار ڪرڻ. سنبرڻ.

**سَنورو:** ص. خوش- سرهو.

**سَنهائي:** ث. پَتلائي- سنهاڻ- سنهي هئڻ واري حالت. سهٽائي.

**سُنهائي:** ث. سونهن- خوبصورتي. واقفيت- سبوجهه.

**سنهَت ڪُندرو:** ذ. هڪ پسار ڪووکر- خراساني ڪؤنر.

**سَنَهري:** ص. سون جو- سونو- زرين- طلائي. سون جي رنگ جهڙو.

**سُنهُن:** ذ. قسم. ساک- ويساهه.

**سُنَهندو:** ص. واقفڪار- سڃاڻو. ڏٺل وائٺل.

**سَنهو:** ظ. باريڪ- سَنهڙو. هلڪو (جسم). ڏٻرو- هيڻو- اپرو. نازڪ- نفيس. (ث. سَنهي).

**سَنهو ڪَتڻ:** خدا تعاليٰ جي چڱيءَ طرح عبادت ڪرڻ. (شاهه)

**سَنهي ٻُهه مان ڪڍڻ:** تمام گهڻو مارڻ.

**سَنهي ٻُوندَ:** ث. ڦڙڦڙ- هلڪو مينهن.

**سَنهو جَهنگ:** ص. تازا چانور نندا وڻ.

**سَنهي مَچي:** ث. ننڍي مڇي- ڪَچي مڇي.

**سَنهور:** ذ. ڪيڙيءَ جا پتر پيچڻ لاءِ گول بنڊ. زمين کي ليول ۾ آڻڻ جو اوزار- سانهر. گُل جو قسم.

**سَنهي:** ث. سينهوڙي- سينهون.

**سُنئائتي:** ذ. ٻاڙيسري- ويجهو رهندڙ.

**سنئَر:** ث. مٽا جي بيماري- مٽا.

**سنئري:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سَنئون:** ظ. سِڌو- هموار- لسو. (ث. سَنئين).

**سَنئون مُنهن نه ڏيڻ:** رُک ئي ڏيکارڻ- اخلاق سان پيش نه اچڻ.

**سَنئون سِڌو:** ظ. بنا ور وڪڙ جي. مُنهن سامهون. سادو سُودو (مَتِهو). ايماندار.

**سنئون سَنواتو:** ظ. سادو سودو. ايماندار. سُپَتيو.

**سَنئين مُنهُن:** ظ. اخلاق سان- خوش اخلاقيءَ سان. توجه سان- ڌيان سان.

**سَنئين مهيني:** ظ. ڏهن مهينن جي پيٽ سان- ويم کي ويجهو.

**سَنئين وَهين:** ث. سڌي وات. نيڪ وات.

**سُنّي:** ذ (ع) نبي سڳوريءَ اصحابن جي سُنت تي هلندڙ مسلمانن جي جماعت. مسلمانن جو فرقو (جيڪو حديثن ۽ خلفاءِ راشدين کي مڃي)- اهلسُنت.

**سَنياسُ:** ذ (سن) ترڪ- تياڳ. دنيا کي ترڪ.

**سَنياسِي:** ص. دنيا کي ترڪ ڪندڙ- تارڪ. ويراڳي. سادُو.

**سَنيهُ:** ذ. نيهُن- قرب- پريت. ياري.

**سَنيهو:** ذ (سن. سنديش) نياپو- پيغام- سنديس محبت واروپيغام.

**سَنيهي:** ذ. يار- دوست. مٽ- عزيز.

**سَنُ:** حرف جر. سانُ- گڏ- سان.

**سِڻ:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو. جنهن جي تيلين مان (سڻيءَ جا) ريشمي تاندورا نڪرن. ترم ٿيندڙ گهه جو هڪ قسم.

**سَنَات:** ث. سولائي- آساني- سهنجائي.

**سَناسُ:** ذ. مُرادوند- اميدوار.

**سُنائڻُ:** م. ٻڌائڻ- ڄَڻائڻ. آگاهه ڪرڻ.

**سَنائو:** ص. سؤلو- سَهنجو. سُکيو. فائدي وارو. (ضد. اَڻائو).

**سَنائو پُکو پوڻ:** ڀاڳ کُلڻ. ستارو چمڪڻ. ڪاميابيءَ جو يقين ٿيڻ.

**سَنائو واءُ:** ذ. اُهو واءُ. جنهن ۾ ٻيڙي ها ڪاري سگهجي- سَو و واءُ.

**سَنائو واءُ لڳڻ:** فائدي وارو موقعو اچڻ. سٺو وجهه ملڻ.

**سَنائي:** ث. سولائي. سهنجائي. ڀلائي. فائدو- لاڀ.

**سَنائي ٿيڻ:** لاڀ ٿيڻ- فائدو ٿيڻ- حاصلات ٿيڻ. ڪاميابي ٿيڻ.

**سَنيُ:** ذ. گيهه. تيل. چربي وغيره جي چڪنائي. روغن.

**سَنيائي:** ث. سنيُ واري حالت- مکُ.

**سَنيو:** ص. سنيُ وارو- چڪنو. روغن وارو. فائدو ڏيندڙ. (ث. سنيي).

**سنيو گرنهه:** ذ. گيهه وارو کاڌو يا طعام (ڪٽي وغيره). سٺو کاڌو. فائدي واري آسامي. سکيو سَٽابو.

**سَنيِي آسامي:** ث. شاهوڪار- پئسي وارو.

**سُنس:** ث.سُڌ- خبر.کڙڪ .ٿوري خبر.
**سُنَ سُنَ:** ذ.نڪ سنگهڻ جو آواز.
**سَنڪَ:** ث (ع: صحنڪ) ٿالهي- رڪابي. ٺِڪر جي ٿالهي. ڪاشيءَ جي پاٽ.
**سُنڪَ:** ث.نڪ جو پاڻي مغز ڏانهن ڇڪڻ جو ڪم- سُنڪاٽ.
**سُنڪاٽُ:** ذ.نڪ مان غلاظت ڪڍڻ يا سُنڪڻ جو آواز.
**سنڪجڻ:** م.وائرجڻ- هوا ۾ صاف ٿيڻ (ان جو).
**سنڪجي وڃڻ:** سنهو ٿيڻ (اَن)- ٿورو سُنڪڻ يا سڙڻ.
**سُنڪڻُ:** م. ڪا شيءِ نَڪَ جي ذريعي دماغ ڏانهن ڇڪڻ (ناس، روغن وغيره). نڪ صاف ڪرڻ- سنگهه ڪڍڻ.
**سُنڻُ:** م.ٻُڌڻ- ڪَنُ ڏيڻ- ڪَناڻ.ڌيان ڏيڻ.
**سُنڻ سمجهڻ:** ٻڌڻ ۽ پرکڻ.هَنداڻ.
**سنُ، سنه:** ذ.مٿي زمين جو هڪ ٻوٽو.
**سَنهَپ:** ث.پيشوائي.رهبري- اڳوائي.
**سني:** ث."سن" ٻوٽي مان نڪتل ريشمي تاندورا (جن مان سوٽلي، ڳوڻ. ڪپڙو وغيره ٺهي).
**سُني:** ث.سنهڙن چلرن واري مڇيءَ جو قسم.
**سنيو:** ذ.سلڪي ڪپڙي جو هڪ قسم.
**سو:** ض. "جو". ضمير موصول جو جوابي ضمير. اُهو. تڏهن- تنهن ڪري.
**سَو، سَئو:** ص.هڪ عدد- صد (100).
**سئو ياڳا سون هئڻ:** تمام سُٺو هجڻ- اُتم هجڻ.سچو هجڻ- کَرو هجڻ.
**سئو پورا ٿيڻ:** فوت ٿي وڃڻ- حياتيءَ جا ڏينهن پورا ٿيڻ.
**سئو جي هڪ ڳالهه ڪرڻ:** گهڻي ديگهه نه ڪرڻ- ٿوري ۾ ٻڌائڻ.
**سئو ڏاچيءَ جو سردار هئڻ:** وڏو مالدار ۽ ڀاڳيو هجڻ.ناليرو هئڻ.
**سئو ساه صدقي ڪرڻ:** حد کان وڌيڪ پيار ڪرڻ.قربان ٿيڻ- ٻلهارو وڃڻ.
**سُو:** ث(ف) طرف- پاسو- ڏس- سمت- جانب.
**سَوا:** ص.هڪ سڄو ۽ ٻئي جو چوٿون حصو.
**سَوا سير سَڏائڻ:** پاڻ کي ٻين کان مٿي سمجهڻ.
**سُوا، سُئا:** ث.ڪير ڏيندڙ چوپائي.
**سُواٽَ:** ث.سولي واٽ- سڌي واٽ- سنئون رستو. (ث. ڪُواٽ).
**سُواٽو:** ذ.سنئين راهه تي هلندڙ- حق پسند- پرهيزگار.
**سَواحل:** ذ(ع) "ساحل" جو جمع. ڪنارا- ڪَپَ.
**سَواحلي:** ص. ڪناري وارو- ساحلي.

**سَواد:** ذ (ع) اونداهي- تاريڪي. ڪاراڻ. شهر جو آسپاس وارو علائقو.
**سَوادِ اعظم:** ذ.وڏو شهر. مَڪو معظم.
**سُوادُ:** ذ.ذائقو. لذت- مزو. چشڪو.
**سَواد خور:** ص. چشڪيباز- مزو وٺندڙ.
**سَوادي:** ص.لذيذ- ذائقي وارو.
**سُوادي:** ث. ڪورڪي ڪم جو اوزار (تندن صاف ڪرڻ جو برش).
**سُواداِئي:** ث.خوشخبري.مبارڪباد- سني خبر.
**سُوارُ:** ذ (ف: سوار) چڙهيل (ڪنهن وهٽ تي)- هسوار. ڪنهن وهٽ يا گاڏيءَ تي چڙهيل. فوج يا پوليس جو سپاهي، جنهن کي گهوڙو مليل هجي.
**سُوار ٿيڻ:** سواري ڪرڻ. روانو ٿيڻ- اُسهڻ. شروع ٿيڻ- چالو ٿيڻ. جماع ڪرڻ.
**سُوار هُجڻ:** چڙهيل هجڻ- تيار هجڻ. قابض هجڻ- مسلط هجڻ.
**سُواري:** ث. وهٽ يا گاڏيءَ تي چڙهڻ جي حالت. وهٽ يا گاڏي (جنهن تي چڙهجي). چڙهي- هسواري.
**سُواري اچڻ:** جلوس اچڻ- سرڪس اچڻ.
**سُواري ڪرڻ:** چڙهڻ- سُوار ٿيڻ.
**سُوارٿ:** ذ (سن) خودغرضي- پاڻ مطلبي.لاڀ- فائدو. اجايو خرچ.
**سُوارو:** ظ.سويل- سويرو- ساجهر.
**سُوارڙو:** ظ.سني نموني ۾- چڱيءَ طرح.
**سُوارڙو هلڻ:** سڌو هلڻ- ڍنگ سان هلڻ.
**سواس:** ذ.ساهه- پساهه- دم. جياپو- زندگي.سڪون- فرحت.
**سُواگت:** ذ(سن) آجيان- مرحبا- آڌرڀاءُ.
**سُوالُ:** ذ (ع) درخواست. عرض- گذارش. پُڇا. گُهرَ. رياضيءَ جو حل طلب مسئلو.
**سُوالات:** ذ(ع) "سوال" جو جمع.
**سوال جواب:** ذ.گفتگو- ڳالهه ٻولهه. مباحثو. پڇاڳاڇا.
**سُوال سَجايو ڪرڻ:** مَن جي مُراد پوري ڪرڻ- عرض اگهائڻ. اهنج ايذاءُ دور ڪرڻ.
**سُوال ڪرڻ:** پڇڻ- پڇاڳاڇا ڪرڻ. هٿ ٽنگڻ- طلب ڪرڻ. خيرات گهرڻ.
**سُوال وجهڻ:** التجا ڪرڻ. سوال رد ڪرڻ.
**سُوالو:** ذ.آسان- سولو. سستو- سهانگو.
**سُوالي:** ص.گهرندڙ- طلب ڪندڙ. پينو. منٿائو.

**سُوالي خالي نہ ڇڏڻ:** حد کان وڌ سخاوت ڪرڻ- هر فقير کي خيرات ڏيڻ.

**سُوامي:** ص (سن) مالڪ- ڌڻي. سردار. حاڪم. مڙس- خاوند. اُستاد.گُرو.

**سُوانجِڙو، سُئانجِڙو:** ذ.ويم واري عورت لاءِ ضروري وکر (جنهن کي ويم جو ٻنيهو پڙو چون).وڻ جو هڪ قسم.

**سَوانِح:** ث(ع:"سانحہ" جو جمع) حادثا.واقعا.

**سَوانِح عُمري:** ث. حياتيءَ جا حادثا ۽ واقعا. زندگيءَ جو احوال- سرگذشت.

**سَوانح نگار:** ذ.واقعات لکندڙ.

**سُواهہ:** (سن) آهوتي ڏيڻ وقت ڪيل آواز.ناس- نابود.

**سُواهَرُو:** ص.واهر ڪندڙ.سُني مدد ڪندڙ.

**سَواءِ:** ظ(ع) بغير- علاوه- ڌاران- بِنا.

**سُواءُ:** ذ.ستانوواءُ.چڱي سُني خبر.

**سَوائي:** ث.سوا حصو وڌيڪ.زياده- وڌيڪ.رُونگَ.

**سُوائي:** ث.چڱي گفتگو- وتندڙ ڳالھ- خوش ڪلامي.

**سَوايو:** ص.هڪ سجوءِ ٻئي جو چوٿو حصو.وڌيڪ- زياده. مقرر اندازکان ٿورو وڌيڪ.سَوالو.

**سُوبَٽُ:** ذ.ٻوجرن وارون ڪينئون.ريشم جو ڪينئون (جيڪو وٽن جاپن کان ريشم جو ڪويو نڪاهي).

**سوبَر:** ص.سُک- چين.آسودگي- ڏِءَ.

**سوبَ:** ث.فتح- جيت- کَٽ.سَرسي- ڪامراني.ڪاميابي.

**سوبَ ڪٽَڻ:** (طنزيہ) جڏو ڪم ڪرڻ- ڪڌو ڪم ڪرڻ. خواريءَ جهڙو ڪم ڪرڻ.

**سوڀارو:** ص.سوڀ وارو- فتحمند. ڪامياب.(ث.سوڀاري).

**سوڀاري:** ث.سنڌي گهوڙين جو هڪ مشهور نسل.

**سوڀائتو:** ذ.فتحمند- سوڀارو.

**سوڀِنا:** ذ.فتحمندي- ڪامراني-کَٽَ.

**سوڀيو:** ص.سوڀارو- فاتح.

**سوڀي:** ص.سُهڻي- سُونهن واري.

**سوڀِيا:** ث.سونهن- حُسن.رونق.چلڪو- چمڪو.سينگار.

**سوڀياوان:** ص.سونهن وارو- حسين- خوبصورت- سهڻو.

**سُوٽ:** ذ.اَنج جو ڏهون حصو.تمام ٿورو ذرو.

**سُوٽ بہ نہ ملڻ:** ڪجھہ حاصل نہ ٿيڻ.

**سُوتَر:** ص(سن) حڪم- فرمان.نصيحت- هدا...

**سُوتڪي:** ص.ناپاڪ- پليد.

**سُوتِلي:** ث. سڻيءَ مان نهيل ڏوري- سڻيءَ جي ڏور. سڻيءَ مان نهيل رَسي.

**سُوتو پُوتو:** ظ.ڪافي- پورو.درست- نيڪ- واجب.

**سوتِرو:** ذ.سَولو- آسان.چڱو- موچارو.

**سُوتَڻ:** م.سُوتي ڏيڻ- پيشگي رقم ڏيڻ.

**سُوتِي:** ث. ڪنهن سودي طئي ٿيڻ تي اڳوٽ ڏنل ڪجھ رقم- بيانو- بيعانو.

**سوٽُ:** ظ.سخت.ڏاڍو چڪيل- ڪشيل.سُڪل- نوٽ.

**سَؤٽُ:** ذ.چاچي جو پٽ- عمزاد.(ث.سَؤٽ).

**سَؤٽ ماسات:** ذ.ويجها مائٽ- رت جي رشتي ۾ ڳنڍيل.

**سُوٽَ:** ث. سُورَ جي لهر. سُورَ جي چِيڪارَ. ٻيڙيءَ جي ڦودڪَ. چِٻي- چڪَ.

**سُوٽُون اُيرڻ:** رکي رکي سُور جون لهرون اُيرڻ.اُڌما اُٿڻ.

**سُوَٽُ:** ص.چڱي طرح وٽيل- ڏاڍو وٽيل (رَسو).

**سُوٽُ:** ذ(انگ) ڪپڙن جو وڳو.انگريزي پتلون.

**سُوٽُ ڪوٽُ:** ذ.مڪمل انگريزي مرداني پوشاڪ.

**سُوٽُ ڪيسُ:** ذ.ڪپڙن رکڻ لاءِ چمڙي وغيره مان نهيل پيٽي.

**سُوتارُ:** ذ.سُوٽهڙ.

**سوتاڻ:** ث. سُڪل هجڻ واري حالت. خشڪي- نوڻپائي. سختي- مضبوطي.

**سُوتائڻ:** آيڏيارڻ- مهٽائڻ (بدن).

**سُوتَڻُ، سُوتِڻُ:** م.مَهٽڻ- آڍِڻُ.مالش ڪرڻ.چِهي ڏيڻ- سَٽَ ڏيڻ

**سوٽو:** ذ.ڏُڪو- سؤٽو- ڏنڊو.

**سُوٽو:** ذ.مهٽو- ڏوراپو.

**سُوٽا سهڻ:** مهٽا سهڻ.

**سُوٽا هڻڻ:** مهٽا ڏيڻ- طعنا هڻڻ.

**سُوٽو:** ذ.چلم يا ٻيڙيءَ وغيره جو ڪَش- دَمُ.

**سُوٽو هڻڻ:** دَمُ هڻڻ.

**سُوٽهڙُ:** ذ.هندو واڍو.هندن جي هڪ قوم.جيڪا واڍڪو ڪم ڪري.

**سوٽِي:** ص.سُٽ جو- سُٽ مان نهيل (ڪپڙو وغيره).

**سوٽِي:** ث.سَٽڻ جي ڪاني. ڪانيءَ جو ننڍو ٽڪر. ڪپڙن سٽڻ جي ڏنگري- سَؤٽِي.

**سوٽِي ڪُٽ:** ث.زبردستي.لاچاري.مجبوري

**سُوٽِي:** ث.رٿ- تجويز.ڳجهو منصوبو- سازش.

**سُوتي آڏن:** سازشون سٽڻ.

**سُوتي سڙيو:** ذ.ڏٻرو- هيٺو- بي ستو.بيمار- ڳهو.

**سوڻ:** ٿ.سڃاڻپ- واقفيت.عيب- وڏ- ڳهٽتائي.

**سوڻائتو:** ص.وڻندڙ ٿي- پسند ڪيو موجب- مڪيڙي.ذميواري ۽ سان.

**سوڻائڻ:** سڃاڻپ ڪرائڻ- واقفيت ڪرائڻ.ڏيڻ ۾ ويهارڻ.چونڊ ڪرڻ.ضامن ٿيڻ.

**سوڻَڻ:** م.سڃاڻڻ- سَهي ڪرڻ.مڪيڙو ڪرڻ.ڳولڻ- لهڻ.

**سوڻو:** ذ.ذمو- جوابدي- ضمانت.انجام- قرار.ذميواري ۽ جو اقرار.

**سوڻا سهڻ:** ذميداري ڪڻ.انجام قرار ڪرڻ.ذميداري جو بار کڻڻ.

**سُوپُ:** ذ(انگ) شوروو- رَس- يخني.

**سوپارو:** ذ.خاص عضوي جو منيوارو حصو- قضيب.

**سوپاري:** ٿ.هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦر (وات جي صفائي ۽ لاءِ يا پان ۾ ڪتجي).

**سُوپَڙ ڪَنو:** ذ.ڊگهن ڪنن وارو.

**سُوپڙيو:** ص.سپاهي.محافظ- نگهبان.

**سَوپو:** ذ.نند جو جهٽڪو- پنڪي.

**سَوپيري:** ٿ.هڪ قسم جو ڪيئون (جنهن کي هڪ سئو پيرَ ٿين).

**سُوجو:** ذ.هڪ واڍڪو اوزار- ڳول ڪاراتي.

**سُوجِي:** ٿ. ڪڻڪ جو سنهو ڏارو. ڪڻڪ جو ٿلهو اٽو (سيري يا مناڻي ناهڻ ۾ ڪم اچي).

**سوڄ:** ٿ.آماس- ورم.ٿوٿر.ڦند.

**سوڄ چڙهڻ:** ٿوٿر جڻ- سُڄي پوڻ.

**سوجھ ، سُوجھ:** ٿ.نظر- نگاه- ديد.سمجهه.سُرت.

**سوجھ بوجھ:** ٿ.اڳ پوءِ جو خيال- دورانديشي.

**سوجهاڳو ، سوجهاڪو:** ذ.سوجهرو- سنهائو.سُجهندو.

**سوجهرو:** ذ.روشني- اهاءُ.سُجهندو.جوت.سوڀ- ڪاميابي.

**سوجهرو ڪرڻ:** روشني ڪرڻ.فتح ڪرڻ- سوڀ ڪرڻ.

**سوجهڙ:** ٿ.سَوَلي وات- آسان رستو.(ضد.اوجهڙ).

**سوجهڻ:** م.نظر ڪرڻ- نهارڻ.ڏسڻ.ڳولڻ.سمجهڻ.

**سُوجهو:** ذ.ڄاڻو- واقف.خبردار- تيزفهم.جستجو ڪندڙ.

**سُوجهي:** ٿ.سُڌ- ڄاڻ.سياڻپ- هوشياري.عقل- فهم.

**سوچ:** ٿ.ويچار- فڪر- غور.ڌيان- خيال.سمجهه.

**سوچ سمجھ:** ذ.سنجيدگي.ٽڪ ٽور.

**سوچ ڪرڻ:** خيال ڪرڻ.ويچار ڪرڻ.ڌيان ڏيڻ.

**سوچ ۾ هُجڻ:** سوچڻ- خيالن ۾ هجڻ.اوسيئڙو ڪرڻ.

**سُوچُ:** ذ(انگ) سُئيچ.ٻوچ.

**سوچنا:** ٿ.خيال- ويچار.غور- ڌيان.سماچار.ڳتي.

**سوچَڻُ ، سوچڻُ:** م.ويچارڻ- خيال ڪرڻ- غور ڪرڻ.

**سوچ ويچارُ:** ذ.غور فڪر- ڳڻ ڳوت.

**سوچِي:** ص. جُتيءَ تي مڙهڻ جو ڪم ڪندڙ موچي. (عموماً مڙيچو موچي).

**سوچِي:** ذ.(سن) ڇيندڙ شيءِ.سُوئو.آرسُئي.

**سوچي پتر:** ذ(هه) فهرست- ياداشت.هٽ جون ريڪ ئون.

**سوچي سمجهي:** ظ.ڏسي وائسي- ڌيان ڪري- ڄاڃي جوچي. ڄاڻي ٻجهي.

**سوختُ:** ص(ف:سوخته) باهه پڪل.باهه سڙيل.

**سوختگي:** ٿ(ف) ساڙو- جَلَ- ڪمَ.تڪليف.

**سوختني:** ص.ساڙڻ لائق.بيڪار- خراب.

**سوخته:** ص(ف) سڙيل (باهه)- جليل- ڪاٺل.آزاريل.غمگين.

**سُوختي:** ٿ.ڪلفت- نناق.تڪليف.غم- رنج.وچوڙو.

**سود:** ذ.وڻ جو پوروٿڙ.

**سُودُ:** ذ(ف) ويڄ- وَٽو.نفعو- فائدو- لاڀ.اپت- ڪٽيو.ڀلاني.

**سُودخورُ:** ص.وياج کائيندڙ.

**سُودمَند:** ص.فائدي وارو.لاڀ وارو.اپت وارو.

**سوداگرُ:** ص(ف) واپاري- تجار ٻَڌي اگهه تي وکر جي خريد فروخت ڪندڙ.ونجارو.

**سوداگري:** ٿ.واپار- تجرت.ڏيساور جو واپار.

**سوداگري مال:** ذ.تجارت جون شيون.

**سَوداءُ (ٿ)، سَوداءَ:** ذ(ع) جنون- چريائي.خبط.خفقان.ٻور- خيال.هڪ قسم جو دماغي مرض.

**سوداوِي:** ذ.سوداءُ جي اثر وارو مزاج.

**سَودائي:** ص.چريو.جنوني.خفقاني.ٻورائو.

**سَودَڻُ ، سَودِڻُ:** م.وٺڻ- خريد ڪرڻ.سَودو ڪرڻ.مُلهه پچڻ.

**سَودو:** ذ(ف) واپار.ڏيتي ليتي- خريد فروخت.تجارت.بازار مان خريد ڪيل شيءِ- وکر.

**سودو بحال ٿيڻ:** مقصد حاصل ٿيڻ.

**سَودو ٿيڻ:** واپار ٿيڻ.اگهه ٺهي ٿيڻ.

**سودو پاڌو:** ذ.ونج واپار- مال جي ڏي وٺ.

**سَودو سَلف:** ذ.وکر وانو- شيءِ شڪل (بازار مان خريد ڪيل).

ريز ڪي سيڌ و سامان.

**سَودو ڪرڻ:** واپار ڪرڻ. ڏيوڻ ڪرڻ.

**سُوديشي:** ص. ڏيهه جو- ديسي- پنهنجي مُلڪ جو- گهرُو.

**سُوڌ:** ث. سڌائي- سِڌ. سنوت. سوڌائي. (ظ) سڌو. صحيح- ٺيڪ.

**سُوڌ پُوڌ:** ظ. سنئون سڌو. هوبهو. ٺس پس.

**سُوڌ سَنوار:** ث. درستي- اصلاح. ٺاهپ- ٺهه جوڙ- سينگار.

**سُوڌائڻ:** صنا ڪرائڻ- اچو ڪرائڻ. درست ڪرائڻ.

**سُوڌائي:** ث. سنوت- سِڌائي. درستي. هڪجهڙائي.

**سُوڌريو:** ذ. سُڌاريندڙ- سنواريندڙ. ٺاهيندڙ- ر چيندڙ. پاڪ ڪندڙ.

**سُوڌل:** ذ. سڌو- سنئون. درست- بجا. سچو- ايماندار.

**سُوڌڻُ، سُوڌڻُ:** م. سنئون ڪرڻ- سڌو ڪرڻ. درست ڪرڻ. سنوارڻ. سلجهائڻ. صاف ڪرڻ. پاڪ ڪرڻ. تربيت ڏيڻ.

**سُوڌو:** ظ. سنئون- سڌو. ٺيڪ- برابر. ساڻ- سميت. (ث. سُوڌي).

**سُوڌي دڳ تي اچڻ:** سڌي راهه اختيار ڪرڻ. سڄار ٿيڻ.

**سُوڌي هلڻ:** وهنوار ۾ ٺيڪ هلڻ.

**سُوڌيتُ:** ذ. پڪ- خاطري.

**سوڊيمر:** ذ (انگ) هڪ قسم جو ڌاتو. جنهن جي ٻارڻ سان اڇو شعلو نڪري.

**سوڊا:** ث (انگ) کار. هڪ قسم جو اڇو پائوڊر. جيڪو هاضمي لاءِ مفيد آهي- مٺي سوڊا.

**سوڊا واٽر:** ذ. بوتل ۾ بند مٺي سوڊا وارو پاڻي.

**سوڍا:** اسم خاص. راجپوتن جي هڪ نک.

**سوڍاڻي:** اسم خاص. بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**سوڍائي ٿيڻ:** اڙٻنگ ٿيڻ- بد معاش ٿيڻ.

**سوڍر:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**سوڍل:** ص. محبوب- پرين. دوست- سنگتي.

**سوڍو:** اسم خاص. مومل راڻي جي قصي جو مشهور ڪردار (راڻو سوڍو). (ص) پيارو- دلبر.

**سور:** ذ. سُوئر- خنزير.

**سُورَ:** ث. "سُورة" جو مخفف.

**سُورُ:** ذ. ايذاءَ- عذاب. درد- پيڙا. آهنج. ڏک- غم- افسوس- رنج.

**سُور ترڻ:** ڏک ڏسڻ- سُور سهڻ.

**سُور ٿيڻ:** عورت کي ويم جي سنياڻ ٿيڻ.

**سُور پٽڻ:** ڏک سهڻ- ڪشالا ڪڍڻ- محنت ڪرڻ.

**سُور پچار:** ث. ڏکن سُورن جون ڳالهيون. عشق جي ماجرا.

**سُور پيئڻ:** ڪوڙ جهلڻ. غم سهڻ.

**سُور پوڻ:** درد جاڳڻ. ريچڪا اچڻ- پورپوڻ. لالچ رکڻ.

**سُور پيڻ:** تڪليف برداشت ڪرڻ. غم ٿائڻ.

**سُور ڪاٽڻ:** تڪليف ڏسڻ. ويم جو عذاب پوڳڻ.

**سُور سختيون:** ذ. تڪليفون- ڏک.

**سُور سيراندي ٿيڻ:** ڏکن ۾ جڪڙجڻ- غم ۾ گرفتار ٿيڻ.

**سُوراتجڻُ:** م. سُور جون سُوٽون اُپرڻ. سُورٿيڻ. سُورڪن وتجڻ. تم ۾ گهڻو سُورٿيڻ.

**سُوراٽڻ:** م. وڪڙ کائڻ. سوراتجڻ.

**سُوراٽيل مُنهن:** ذ. غمگين شڪل. روئنهار ڪو.

**سوراڄ:** ذ (سن) آزاد حڪومت. آپيشاهي- آمريت.

**سوراخُ:** ذ (ف) چيد- ٽُنگ- سَلَ. ڳَڙَڪ.

**سوراخدار:** ذ (ف) ٽُنگ وارو.

**سورارو:** ص. خوشنصيب- ڀاڳن وارو.

**سورانگهڻ:** م. مٿان ولڪ پرڻ ("اورانگهڻ" سان گڏ استعمال ٿيندڙ).

**سُوراٽو، سُوريتو:** ص. ڏکويل- غمگين. ملول. (ث. سُوراٽي، سُوريتي).

**سُورَت:** ث (ع: سُورة) قرآن شريف جو ڪو به هڪ باب (قرآن شريف ۾ ڪل 114 سورتون آهن).

**سُورتي:** ث. شرط- قسمت آزمائي. لاٽري.

**سورَٺ:** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. (اسم خاص) "سورٺ- راءِ ڏياچ" جي قصي ۾ هڪ ڪردار. (ص) سهڻي- حسين- خوبصورت.

**سورَٺيو:** ص. "سورٺ" علائقي جو رهاڪو. "سورٺ" سُر ڳائڻ وارو. ڳائڻو.

**سورجُ، سُورجُ:** ذ (سن. سُوريه) سج- شمس.

**سُورج مُکي:** ذ. هڪ قسم جو گُل (جنهن جو رخ هميشه سج ڏانهن ٿيندو رهندو آهي).

**سُورج مَنڊلُ:** ذ. سج جي ڪشش ۾ هلندڙ جملي گرهه- نظام شمسي.

**سُورج وَن:** ص. سج جهڙو- چمڪند- تجليدار.

**سورج وَنسي:** ذ (سن) سج جو اولاد. هندو راجپوتن جو هڪ مکيه گهراڻو. جنهن اڳاٽو سنڌ تي حڪومت ڪئي (ص) نابين- انڌو.

**سُورجا:** اسم خاص. گل جو هڪ قسم. هڪ ذات جو نالو.

**سُورجاڻ:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪووڪر.

**سُورجاڻي:** اسم خاص. کيرٿر جبل ۾ هڪ لڪ جو نالو.

**سُورِجَڻ:** م.ڏکاروٿيڻ- غمگين ٿيڻ- سُوراٿو هجڻ.

**سُورداسُ:** ص.انڌو- نابين.

**سُورگ:** ذ(سن) بهشت- جنت- سرڳ.

**سُورماتو:** ص.بهادريءَ وارو- بهادرانو.

**سُورمائي:** ث.بهادي- دليري- سورهيائي.

**سُورمو:** ذ.بهادر- دلير- سورهيه (ث.سورمي).

**سورَڻُ، سورِڻُ:** م.هڪ هنڌان کڻي ٻئي هنڌ رکڻ. چورڻ- سيرڻ- ريڙهڻ.صاف ڪرڻ(اَن).ميڙڻ- ٻهارڻ.

**سُورڻ:** ذ.چوپائي مال کي ويم وقت ايندڙ ايذاءُ.

**سُورو:** ذ.سنبتو- سنئون (پ سو).سا جوهڙ.

**سُور وِير:** ص(سن) بهادر- سورمو- برجستو.

**سورَهن:** ص.هڪ عدد(16).

**سورهن آنا:** ظ.بلڪل- نيڪ- مڪمل.سؤ سيڪڙو.

**سورهن سينگار:** ذ."سينگار شاعري" جي هڪ موضوع مطابق.اُهي اضافي شيون جن سان عورت پنهنجي روپ جي سونهن وڌائي (ڏندڻ.مُساڳ.سرمو.اپٽڻ.مِسي.چندن.خوشبوءِ.ڦَتي.تيل.سينڌر.ميندي.لاک.سرخي.ڪيسر.پانءِ پوشاڪ).

**سورِهو:** ذ.ويهي کان ٿورو ٺلهو سٽ.

**سورهون:** ص.سلسلي ۾ سورهن نمبر وارو.

**سُورِهيه:** ص.بهادر- سورمو- شجاع.

**سورهِيائي:** ث.بهادري- شجاعت- دليري.

**سورهيو:** ذ.سورهن آنا حرامي- بلڪل حرامي.

**سُوري:** ث.هڪ قسم جي پيٽ جي بيماري- پيچش.

**سُوري پوڻ:** پيچش ٿيڻ.حسد ٿيڻ.

**سُوري:** ث.ڪوهه تي رکيل ڪاني.قديم دور جي سزا جو هڪ طريقو (ڪوهه تي رکيل ڪاني تي ڏوهاريءَ کي ويهاريو ويندو هو.آخر ڏوهاري ٿڪجي ڪرندو هو ۽ ڪوهه جي تر ۾ ڪتل يا لاڪيس ماري ڇڏيندا هئا).

**سُوريءَ تي چڙهڻ:** ڦاسي تي چڙهڻ.

**سُوريءَ تي ننڊ اچڻ:** ڳَڻتي نه هجڻ.انتظار نه هجڻ.

**سُوريءَ مان ڪَنڊو ٿيڻ:** مهانگو ٿيڻ- اتلپ ٿيڻ.

**سُورياڻي:** ث.پارجتائڻ واري- دائي.

**سوريندڙ:** ص.سورڻ وارو- ريڙهيندڙ.

**سَوَڙ، سَوِڙ:** ث.ڪپهه سان ڀريل اوڇڻ- رضائي.

**سَوڙ آهر پير ڊگهارڻ:** ڪمائيءَ سارو خرچ ڪرڻ.وِت آهر هلي چلي ڪرڻ.

**سَوڙ ۾ ڇُهندڙيون پوڻ:** زال جي سفارش ٿيڻ.

**سُوڙو:** ص.پريشان- ع جز.سوڙهو.

**سُوَڙو:** ص.چگن ڳَتن وارو- سلڇڻو.ٻا جهارو.

**سوڙه:** ث.تنگي- گهٽتائي- ڪمي.تنگدستي.گهٽ- مونجهه.

**سوڙه لڳڻ:** وڏي سختي لڳڻ.

**سُوڙهَ:** ث. رُوڙَ- رُومڙ- لُوهَ. تکي ڊوڙ. اَلرَ. ڪوڏي ڪوڏي. ٻيلهه ڙي يا سُوڙهه راند ۾ حدبنديءَ لاءِ وچ ۾ مقرر نيڪو.

**سُوڙها ٻاڙي:** ث.تڪڙ- تيزي- چُوهائي.

**سوڙهاڳَ:** ث.جاءِ جي تنگي- پيهه- ڳاهٽ.

**سوڙهائي:** ث.سوڙه- تنگي.سوڙهڳ.

**سُوڙه بندي:** ث.روزانيءَ جي ڏيتي ليتي لکڻ جو کاتو.

**سُوڙه چَٽَ:** ث.ريج ڪيل زمين ۾ سارين جي چَٽ پوک.

**سُوڙه ڪرڻ:** ٻنيءَ جو جهنگ وڍڻ.

**سُوڙهَڻ:** م.حملو ڪرڻ- لُوهه ڪرڻ.تکي ڊوڙ پائڻ.

**سوڙهو:** ظ.تنگ- اَڻ موڪدو ننڍو (وڳو)- چوٽو. ويجهو- نزديڪ.(ث.سوڙهي).

**سوڙهو پوڻ:** تنگ ڪرڻ- بيزار ڪرڻ.گارگند ڪرڻ.نزديڪ چڻ.

**سوڙهو جَهلڻ:** گهٽي جهلڻ- قابو جهلڻ.تڪليف ڏيڻ- آزارڻ.تنگ ڪرڻ.لاچار ڪرڻ.

**سوڙهو سَنگهوڙو:** ظ.بلڪل تنگ- پچي ويل.

**سوڙهو ڪرڻ:** تنگ ڪرڻ.گهٽڻ- زيربار ڪرڻ.

**سوڙهو گُهٽڻ:** تنگ ڪرڻ.مجبور ڪرڻ.

**سوڙهِي:** ث.تنگي- اناڻ.ڏکيائي.سختي.مصيبت.

**سوڙهي سَگر:** ث.تمام تنگ پيچرو.

**سوڙهِي ڪُنڊ:** ث. جاميٽريءَ ۾ گوني ڪنڊ کان گهٽ درج واري ڪُنڊ.

**سُوڙهِي:** ث.ڏريل دال يا اناج- ڏارو.

**سوزُ:** ذ(ف) سڙڻ- جَلڻ- ڪمَ- سوزش.ڏک- درد- رنج- غم.مرثيه خوانيءَ جي هڪ طرز.(ص) ٻرندڙ- جلندڙ- مرڪب لفظن ۾ ايندڙ صفت تي پڇاڙي.مثلاً: جگر سوز.دل سوز وغيره.

**سوزخواني:** ث.مرثيه خوانيءَ جي هڪ لئي.

**سوز پرائڻ:** دردنگڻ (نينهن وارو).

**سوز ۾ سَڙڻ:** فراق ۾ ڳرڻ.قسمت تي روئڻ.

**سوز و گُذار:** ذ.رنج ۽ جهوري.

**سوزاکُ:** ذ(ف) هڪ قسم جي جنسي بيماري- پرميل.

**سوزَش:** ٿ(ف) ساڙو- جَلَ. ڏک- رنج.

**سوزَن:** ٿ(ف) سُئي- اِبر.

**سوزن ڪاري:** ٿ. سُئيءَ جو پرت.

**سُوزَن:** ذ. بندوق صفا ڪرڻ جو گز.

**سُوزني:** ذ. پرت پريل ڪپڙو.

**سوسُ:** ذ. سُسَڻ جي حالت. سوڪڙ- تخفيف- گهٽتائي. سانگ صرفو. ڪفايت. ڪنجوسي. نااميدي.

**سوس پَلڻُ:** ڪمي يا گهٽتائي جي پُڄتي ڪرڻ بدران دل کي ڏيڏيڻ. اُميد لاهڻ.

**سُوساٽ:** ذ. هوا جو ڪنهن شيءِ سان لڳي پيدا ڪيل آواز.

**سُوساٽ ڪرڻ:** زور سان لڳڻ يا اُڏامڻ جو آواز ڪرڻ. شوڪارو پرڻ. مڻ مڻ ڪرڻ.

**سُوساڏو:** ص. سوادوارو- ذائقيدار.

**سُوسائٽي:** ٿ(انگ) انمن- سَڀا- جماعت. سماج معاشروع.

**سُوسَٽ:** ذ. سوساٽ.

**سُوسڙاٽ:** ذ. لڪڻ وغيره جو زور سان لڳڻ جو آواز. تڪليف ۾ وات مان نڪتل آواز.

**سوسڙو:** ص. اڌوگابرو- اڌورو. مـوافق- معتدل. پورو پنو. نيم گرم (پاڻي).

**سُوسڙو:** ذ. عورت جو مخصوص عضوو- شرمگاه.

**سُوسڙو سڙڻ:** سخت چڙ لڳڻ.

**سُوسڙي:** ٿ. آتشبازيءَ جو هڪ قسم (دارون سان پريل پوپو. جيڪو شرڙاٽ ڪري ٻري).

**سوسڙيون ٻارڻ:** فتنو جاڳائڻ. افواه اٿارڻ. لائي چائي ڪرڻ.

**سوسمار:** ذ(ف) گوهه (جانور).

**سوسَن:** ذ(ف) گُل جو هڪ قسم.

**سَوسَنگي:** ٿ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

**سوسنو، سوسني:** ص. سوسن گل جو رنگ. آسماني- نيرو.

**سوسڻ:** م. گهٽائڻ- سُسائڻ. گهٽ ٿيڻ.

**سوسو:** ذ. ڪنجوسي. ڪفايت. سوس.

**سُوسي:** ٿ. هڪ قسم جو رنگين ڌارين (پٽين) وارو ڪپڙو.

**سوسيڙو:** ذ. اُڌڪو- فڪر. انتظار- اوسيئڙو.

**سوشل:** ص(انگ) سماجي (معاشرتي، عمراني ۽ تمدني).

**سوشلزم:** ٿ (انگ) جمهوريت جي اجتماعي ترتيب وارو حڪومتي نظام. جنهن ۾ ملڪيت ۽ پيداوار جو انتظام اجتماعي طور تي ٿئي.

**سوشلسٽ:** ذ. سوشلزم جو حامي- اشتراڪي- سماجوادي.

**سوشل سُوسائٽي:** ٿ. برابريءَ وارو سماج.

**سوغات:** ٿ(ف) تحفو- سوکڙي.

**سوغاتي:** ص. ناياب- انلبُ- املهه. تحفي ۾ ڏنل. پسنديده- وڻندڙ.

**سوفو:** ذ (انگ: سوفا) ويهڻ لاءِ ديگهه واري ڪرسي (جنهن ۾ اسپرنگ. ناريل جا تاندوراءِ ڪپهه پريل هجي).

**سُوقُ:** ذ(ع) بازار.

**سُوقيانه:** ص. بازاري. عام.

**سوڪَ:** ٿ. سُڪل زمين. پاڻيءَ جي اڻاٺ. خشڪ سالي- سوڪهڙو.

**سوڪ ٿيڻ:** پوک ۾ پاڻيءَ جي قلت ٿيڻ. اَن جو سنگ مري وڃڻ.

**سوڪُ:** ص. سُڪل- خشڪ- نوڪ. چڱيءَ طرح پڪل (ماني). سڪل ماني.

**سوڪ ماني پچائڻ:** خوب سيڪ ڏيڻ- جٽ ڪرڻ.

**سُوڪ:** ٿ. ماديءَ جو تناسلي عضوو.

**سُوڪ ۾ سڳو ٻڌڻ:** پريشان ڪرڻ. مهم ۾ اٽڪائڻ.

**سوڪڙ:** ٿ. خشڪي- خشڪسالي. سوس- ڪفايت.

**سوڪهڙو:** ذ. خشڪي- خشڪسالي. اَوسَر.

**سوڪهڙو ڪڍڻ:** ٻک ڪڍڻ- فاقو ڪڍڻ.

**سوڪهڙو ڪرڻ:** سُڪائڻ- سوڪ ڪرڻ. هوا ڏيڻ- وائکو ڪرڻ.

**سَوکَ:** ٿ. سولائي- سهنجائي- آساني.

**سوکائي:** ٿ. آساني- سولائي.

**سوکپ:** ٿ. سوکائي- سولائي.

**سَوکو:** ذ. سَولو- سهنجو- آسانيءَ سان. بدن ۾ پريل- متارو.

**سُوکڙي:** ٿ. تحفو- سوغات. نذرانو- پيٽا. هديو.

**سُوکڙي پاکڙي:** ٿ. تحفو ۽ نذرانو. نذرانوءَ وڳو (لباس)- تحفو ۽ پاکر.

**سَوکَرُ:** ص. سولو- آسان. نازڪ (جسم، وکر). سڪيو- آسودو.

**سَوکيرو:** ص. ٿورو سولو- ٿورو آسان.

**سُوکيمُ:** ص. وڻندڙ- دل چڪيندڙ. سهڻو- حسين. هلڪڙو. سنهڙو.

**سُوکيمتا:** ٿ. نزاڪت- نفيسائي. چترائي- چالاڪي. مُوشگافي.

**سوگَ:** ذ(ف) غم- ماتم. فوتيءَ جو ماتم- سوءَ.

**سوگوارُ:** ص. غمگين- مغموم.

**سُوگَ:** ٿ. ڪراهت- ڏڪار- ٻچان. بدبوءِ. ناپاڪائي.

**سُوگَ اچڻ:** نفرت ٿيڻ- ڪراهت اچڻ.
**سُوگارو:** ص. ڪنو- گدلو- حقارت جهڙو. (ث. سُوگاري).
**سوگَ:** ذ. سوگ.
**سوڳرو:** ذ. ڪاٺ جو بانڪ وانگر هڪ اوزار.
**سوڳندُ:** ذ (ف: سوگند) قسم- سنهن.
**سوڳي:** ص. سوڳ وارو- سوڳارو. ملول- غمگين.
**سوگهائي:** ث. مضبوطي- ڏاڍائي- پُختگي.
**سوگهو:** ظ. قابو- بلائتو- مضبوط. پختو- ڏاڍو. محفوظ- ٺانيڪو.
**سوگهو ڪرڻ:** قابو ڪرڻ. پڪڙڻ. جهلڻ.
**سول:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.
**سُولُ:** ذ. ننعو- ڦانڊو. سهنجڻي.
**سول:** ص (انگ) مُلڪي. مدني. انتظامي. ديواني.
**سِوِل جَجُ:** ذ. ديواني ڪيس هلائيندڙ جج.
**سِوِل سَرجَن:** ذ. ضلعي جي اسپتال جو وڏو ڊاڪٽر.
**سِوِل سَروِس:** ث. مُلڪي انتظام هلائڻ لاءِ ملازمت.
**سِوِل ڪوڊ:** ذ. ديواني قانون جو دستور العمل.
**سِوِل ڪورٽ:** ث. ديواني عدالت.
**سِوِل لا:** ذ. ديواني قانون.
**سِوِل لسٽ:** ث. اعليٰ درجي جي ملڪي ملازمن جي فهرست.
**سُوَلُ:** ذ. ڪندو. چهنبيارو هٿيار. ڀالو- نيزو.
**سُولانگڙو:** ذ. سوراخ- لوگهو- ٽنگ.
**سَوَلاني:** ث. آساني- سهنجهائي. سهولت.
**سولجَرُ:** ذ (انگ) فوجي سپاهي.
**سولنگي:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.
**سَوَلو:** ظ. سهنجو- آسان. سليس. ڦندي وارو. سکيو آسودو. ڏيتي ليتيءَ ۾ سنئون سڌو (ث. سَوَلي).
**سَوَلا ساتِي ٿيڻ:** بنا تڪليف جي دم ڏيڻ- آسان موت اچڻ.
**سَوَلي:** ث. سوڀ- سٺائي- فتح. ڪاميابي. سولائي. آساني.
**سُولِي:** ث. سُوري.
**سُولِيءَ چاڙهڻ:** ڦاسي ڏيڻ. قتل ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ.
**سُومر:** ذ (سن) چنڊ- قمر. هڪ قديم ٻوٽيءَ جو نالو.
**سُومرُ، سُومارُ:** ذ (سن: سوم وار) چنڊ جو ڏينهن- هڪ ڏينهن جو نالو. ماٿهوءَ جو نالو.
**سُومان:** ذ (سن) پاتهي پاڻ کي ڏنل عزت.
**سُومَت:** ث. گندگي- غلاظت. آلس- سستي.
**سُومَتي:** ص. گندگيءَ وارو- ميرو- ڪنو. ملحد- ڪار. ٿوٿي- سست.
**سُومرا:** ذ. سنڌ جي هڪ قوم (جنهن سنڌ تي اندازاً 1050ع کان 1350ع تائين حڪومت ڪئي).
**سومَهَني:** ث. رات جو سمهڻ وارو ٽائو. رات جي نماز- سمهاتي.
**سونُ:** ذ. هڪ قسم جو مشهور ڌاتو- زر- طلا.
**سون تي سهاڳو:** وڌيڪ سهڻو- وڌيڪ خوبصورت- نهايت پُرڪشش.
**سون ٿيڻ:** آسودو ٿيڻ. سڀاڳو ٿيڻ. صاف ٿيڻ.
**سون کي ڪَس نه هئڻ:** هميشه هڪ حال ۾ هئڻ. پاڪ صاف هجڻ.
**سون مُنين سان ورهائڻ:** بي رياائي ڪرڻ- پورو انصاف ڪرڻ.
**سون ۾ سرهو هئڻ:** بلڪل لائق يا سچو هئڻ.
**سونُ چاندي:** ذ. ڳهڻا. مال ملڪيت. ڌن دولت.
**سون وَرنو:** ص. سون جي رنگ جهڙو.
**سونارڪو:** ص. سوناري جو- سوناري وارو.
**سونارو:** ذ. سون چانديءَ جا ڳهڻا ٺاهيندڙ- زرگر.
**سونا ڳيڙُو:** ذ. ٻه طور ڪم ايندڙ هڪ پسر ڪوڪر.
**سونا مَڪي:** ث. هڪ پسر ڪوڪر- سون مکائي.
**سُونهِتي:** ث. منهن جو پاڳو- مهاندو- شبيه.
**سَوَنت:** ث. سڌائي- ليول. سوکائي- آساني. هوش- عقل. اٽڪل- رٿ.
**سَونتَرڻُ:** م. سوَنت ۾ اچڻ. سڌي رات تي اچڻ. سڌرڻ. هوش ڪرڻ- اخلاق ڌارڻ.
**سَونَٽو:** ذ. ڏنڊو. ڏڪو. لٺ.
**سَونٽي:** ث. ننڍي ڏنڊي. ننڍي لٺ. ڪپڙن سٽڻ جي ڏڪي.
**سَونَڻَ:** م. ليڻ- هٿ اچڻ. سڃاڻڻ. قبول ڪرڻ. پسند ڪرڻ.
**سُونُهو:** ص. سُونهون- واقف- ڄاتو.
**سَونپَڻُ:** م. حوالي ڪرڻ- سپرد ڪرڻ. امانت ۾ ڏيڻ. ذمي ڪرڻ.
**سُونجڙو:** ص. ڳجهيءَ طرح ملڪيت گڏ ڪندڙ. ڪنجوس- بخيل.
**سُونجهه:** ث. تلاش- ڳولا. تجسس. ڏسڻ وائسڻ ۽ سمجهڻ جو حواس.
**سُونجهه لائڻ:** لوس لوس ڪرڻ- نه سون هڻڻ.
**سُونجهڙو:** ص. ڳوليندڙ. ڄاڻيندڙ. نهاريندڙ. دريافت ڪندڙ.
**سُونجهَڻ:** م. ڳولڻ- تلاش ڪرڻ- ڦولهڻ. سڌ وٺڻ- ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ. لوس لوس ڪرڻ. نهارڻ- تڪڻ. ويچار ڪرڻ.
**سُونجهو:** ص. ڳولا ڪندڙ. ڄاڻ رکندڙ. ڄاتو. سونهون.

**سَونچو:** ذ.اُڌڪو- انديشو.ڳڻتي.خوف- ڌڪاءُ.

**سَونچو لائڻ:** لاماراڏيڻ.

**سُوندرو:** ذ.هڪ قسم جوآبي ٻوٽو.

**سُونڍُ:** ذ.نرڙ۾ ڳهنج- ڳهنڊ.مُنهن ۾ ڪاوڙواروگهنج.

**سُونڍ پائڻ:** ڪاوڙ۾ نڪ ڳهنڊ وجهڻ- مُنهن سجائڻ.

**سُونڍ مُنهون:** ص.سدائين مُنهن سُوڄل- سدائين ڪاوڙيل.ٻوٿ سُڄيل.

**سوندا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.ٺٽي ضلعي ۾ هڪ شهر.

**سُونڍر:** ص.ٻوٿ سُڄيل- سُونڍ مُنهون.

**سونڊڻ:** م.وري اچڻ- واپسي ڪرڻ- موٽ ڪائڻ.

**سُونڍَ:** ث.هاٿيءَ جو ڊگهو نڪ.

**سُونڊو:** ذ.ٺٽي مان نڪهيل ٺوڪرو- ڪارو.

**سَونرو:** ص.تندرست- تازو توانو.هوش وارو.

**سَونف:** ذ.هڪ خوشبودار ٻوٽي جو ٻج- وڏڦ.

**سَونڪو:** ذ.ڊپ- هراس.اُڌڪو- انديشو.چرڪ.

**سُونگ:** ث.ٻوشيدگي.صفائي- سنائي.سُوڱ.

**سُونگَ:** ذ.چنگي- ناڪو- محصول.

**سُونگڙي:** ث.ڪپهه نڪتل گوگڙي جي ڪَلَ.

**سُونگڻ:** ذ.پتڻ تي اُگاڙيل محصول.

**سُونگو:** ذ.ڪاٺ جو گول دٻلو.

**سُونگي:** ث.ناس رکڻ لاءِ ڪاٺ جي دٻلي.

**سُونگي:** ص.محصول اُگاڙيندڙ- چنگيءَ وارو.

**سُونگهڻُ:** م.نڪ سان هوا وٺڻ- سنگهڻ.واس وٺڻ.

**سُونگهڻي:** ذ.ناس.

**سونَل:** اسم خاص.عورت جو نالو.

**سونَ مياڻي:** اسم خاص.بلوچستان جو هڪ بندرگاهه.

**سونو:** ص.سون جو- سون مان نهيل- طلائي.سون جهڙو نج- نبار. بي عيب.(ث.سوني).

**سونو پاڻي:** ذ.ملمعو.چانديءَ جي ڳهتي چڙهيل سون جو پاڻي.

**سونو سج اُڀرڻ:** سدورو ڏينهن ٿيڻ.

**سونا سڱ چاڙهڻ:** ڪاوڙمان گهنڊ وجهي نهارڻ.

**سونو ڪٽورو هٿ ۾ هئڻ:** پنڻ ڪان عار يا شرم نه هئڻ.

**سونو گرنهَ:** ذ.فائدي وارو موقعو- سٺو وجهه.

**سونو نَڪُ وجهڻ:** عزت رکڻ.مان وڌائڻ.ساک پت وارو ڪرڻ.

**سونو ورق:** ذ.سون جو نهيل سنهو پردو.

**سوني ٻانهن هٿ ۾ هئڻ:** معتبر ضامن هئڻ.

**سوني تَند سان ڪِڇڻ:** سٺي روش اختيار ڪرڻ- چڱي چال هلڻ.

**سوني دانگي چڙهڻ:** سخت ڏڪاريون.

**سوني ڌُر:** ث.ساک پت واري آسامي.دولتمند ڌُر.

**سوني ڪلنگي پائڻ:** وڏو ماڻهو ٿيڻ.

**سوني مانَ سان مَٽي ڏيڻ:** پئسا موٽائي نه ڏيڻ- اُڌارو واپس نه ڪرڻ.

**سُونهارو:** ص.خوبصورت- موچارو.ڪلمڪ.ظاهر- پڌرو- مشهور.

**سُونهاري:** ث.ڏاڙهي- ريش.ڪورڪي ڪم جي ڦٽي.

**سُونهالو:** ص.وڏيڪ- سرس.مٿيرو.وزنائتو.

**سُونهائڻ:** م.سونهون ڪرڻ- واقف ڪرڻ.واٽ ڏيکارڻ- ڏڳ لائڻ.جڳائڻ- سيبائڻ.

**سُونهائي:** ث.رهبري- رهنمائي.

**سُونهپَ:** ث.سهڻائي.شناسائي.رهبري.سُڃاتي.

**سونَهري:** ص.سون جي رنگ جو- سون جهڙو.سونو.

**سُونهَن:** ث.حُسن- سهڻائي- خوبصورتي.جوڀن.رونق.سينگار.

**سُونهن سوڀيا:** حُسن ءِ جمال- ڏڄ مڄ.

**سُونهَڻ:** ث.ٻيڙي- ڪشتي.ڪاٺ کي چلڻ ءِ پالش ڪرڻ جي رَوات.

**سُونهَڻُ:** م.سهڻو لڳڻ.زيب ڏيڻ.جڳائڻ- سيبائڻ.

**سُونهون:** ص.واقف- ڄاڻو.رهبر.حال حقيقت کان واقف. (ث.سُونهين).

**سُونهين:** ث.پاڻيءَ جي ننڍي شاخ- واهي.ٻتيلو- ٻيڙي.

**سُونئالو:** ص.ٿورو وڏيڪ- سرس.

**سُونئالي:** ث.اُگ ڪڙيل زمين- هرڏنل زمين.

**سونيارو:** ص.سون جو- سونو- طلائي.

**سونيري:** ذ.هڪ قسم جا لاڙي چانور.

**سَوَڻُ:** ذ.سٺو سڳڻ- سڳڻ.فال- شگون.

**سَوَڻ ڪرڻ:** ساٺ ڪرڻ.فال وجهڻ.رسم ڪرڻ.ٻهٽي ڪرڻ. بيماريءَ جو علاج ساٺ سان ڪرڻ.

**سَوڻ ساٺَ:** ذ.ريتن رسمن جو ٺڪساٺ.

**سَوڻائتو:** ص.سٺي سَوڻ جو.سياڳو.سدورو.

**سُوتَلُ:** ص.سوڄ وارو- سوڄ چڙهيل.سُڄيل.ڦوڪيل.

**سُوڻ:** م.سوڄ ڪرڻ- سڄڻ- ٿوٿر جڻ.

**سُوتو:** ص.سوتل- سُڄيل.ڦوڪيل.ڪاوڙيل- ناراض.

**سُوتو مُوتو:** ص.ڪاوڙيل- ڦوڪيل.

**سوَني:** ص.سوَن ڪندڙ.فل ڪيندڙ.

**سوهاتو:** ص.وڻندڙ-پسند ايندڙ- سيبي ٿيندڙ.

**سوهارو:** ذ.هڪ پاسي جووزن- ڪاٽ.

**سوهان:** ذ(ف) رواتي-تڪوري.

**سوهانِ روح:** ص. دل کي چليندڙ- تڪليف ڏيندڙ. رنجائيندڙ-ڏکوئيندڙ.

**سُوهڻ:** م.سڃاڻڻ- واقف هجڻ.معلومات ڪرڻ.

**سوهڻ سموهڻ:** م.سوڌ سنوار ڪرڻ.سينگارڻ.

**سُوهي:** ث.ٽڙ-ڳهيڙ.جاءِ-هنڌ-مڪان.

**سوهيڙو:** ذ.خواب-سپنو-سهڻو.

**سوءَ:** ث.وڻ جي پڻن جي روڙ.ڳهه وغيره جي صفائي.ياجي وغيره مان ڪڪرن ڪڍڻ.

**سُوءَ:** ث (ع) خرابي- بُرائي.بَدي.(ف: سوگ) ڏک.ماتم.مٺي ماڻهو جو افسوس.غم.فوتيءَ جو پٽر.

**سُوءِ اتفاق:** ث.موقعي جي خرابي.ڪمهلائي.

**سُوءِ اَدب:** ث.بي ادبي.

**سُوءِ تدبير:** ث.تدبير جي خرابي.

**سُوءِ ظَن:** بدگماني.بدنيتي-بي ايماني.

**سُوءِ رکڻ:** غم ۽ ماتم جي حالت قائم رکڻ.

**سُوءَ لاهڻ:** فوتيءَ جي چاليهين ڏينهن تي ماتمي رسمون ختم ڪرڻ.

**سُوءَ وٺڻ:** غم جو اظهار ڪرڻ- سوءِ ڪرڻ.

**سُوئا، سُئا:** ث. هڪ قسم جو خوشبودار مصالحو.کير ڏيندڙ چوپائي (ٻڪري.ڍڳي.مينهن وغيره).

**سُوئانجو، سُئانجو:** ذ.عورت جي ويم مهل ڪم ايندڙ پسار ڪووکر.

**سُوئَر:** ذ.مرُون- خنزير.

**سُوئَڙو:** ذ.سوپارين وڍڻ جو اوزار.

**سُوئَڙي:** ث.ننڍو سوئَڙو (سوپارين ڪترڻ لاءِ).

**سوئنچو:** ذ.فڪر-ڳڻتي- چنتا.درد-پيڙا- خلش.

**سوئمر:** ذ.فوتيءَ جو ٽيجهو- ختمو.

**سوئڻ:** م.چونڊڻ- صاف ڪرڻ.وڻ جي ٽاريءَ تان پن روڙڻ.

**سوئڻ سڪوئڻ:** ياڄين پٽين مان ڪن ڪچرو ڪڍي چڏڻ.

**سوئو:** ذ.لوهي چهنبيارو اوزار.

**سوئو ٽُنبڻ:** ايذاءُ رسائڻ.

**سُوئيتو:** ص.سوءُ مرگذاريندڙ.ڏکويل.

**سوئيرو:** ذ.سُرمو- ڪجل.

**سئو، سَوُ:** ص.ڏهه ڏهاڪا (100)- صد.

**سَوُنڪو:** ذ.ڊپ- خوف-پڻو.اُلڪو-انديشو.شڪ-گمان.

**سوي:** ث.ڪنڪ کائيندڙ جيت جو هڪ قسم- سرو.

**سوَيَت:** ث(ع) برابري.مشابهت.پوراٿي.

**سوير:** ث. صبح جو- علي الصبح. جلدي- جهٽ پٽ. ساجهر- سويل.(ظ) اڳي- جلدي.

**سويرو:** ظ.وقت کان اڳي.جهٽ پٽ- جلدي.

**سُويسا هُ:** ذ.اعتبار-پڪو يقين.(ص) سچيو- ويسهه وارو.

**سُويڪار:** ث(س) قبوليت-اقرار- مڃتا.

**سَوير:** ظ.سويل.وقت کان اڳي.

**سُويلو:** ظ(س) مهل سر- بروقت.

**سُويَمبَر:** ذ (س) عورت طرفان پري مجلس مان پسند تي مڙس چونڊڻ جي آڳاٽي هند ڪي رسم.

**سوين:** ص.سؤ پيرا.ڪيئي.

**سه:** ص(ف) ٽي (3).

**سه پَهر:** ذ.اڳين ۽ وچين ۽ جو وقت-ٽپهري.

**سه ماهي:** ص.ٽن مهينن بعد.

**سَهَ:** ث.بندش-روڪ- منع.سختي.

**سهُ:** ظ.پورو- برابر.مڪمل.نهايت.

**سُهاتي:** ص.سهنج واري- وجهه سجهه واري.(ث) اپري پوڪ.

**سُهاجڙو:** ص.وڻندڙ.سُلچڻو.

**سُهاجو:** ص.سلچڻو- سڌاتورو.فرمانبردار.نهٺو.

**سُهادو:** ذ.ٽاندارن سگڻ ناهڻ جي ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽو- ڪوڙي سڄي.

**سَهارُ:** ذ(س) صبر-تحمل-ڪانڊ.

**سهار:** ذ.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**سَهارڻ:** م.همت ٻڌائڻ.همدردي ڪرڻ.سهارو ڏيڻ.

**سَهارو:** ذ.پرڀرو-آڌار-ڏڍ-آسرو.ٽيڪ-پر جهلو.

**سَهارو ڏيڻ:** مدد ڏيڻ-ٽيڪ ڏيڻ.

**سُهاڳُ:** ذ.سڀاڳ- سعدت.برڪت.خوشي.عورت لاءِ مڙس جي حياتيءَ وارو زمانو.

**سُهاڳ ڀاڳ هئڻ:** بخت جو ورڻ- سڀاڳ هئڻ.

**سُهاڳ پڙو:** ذ.ونواهه مه ڪنوارڪي ڏيڻ لاءِ خوشبودار شين جو پڙو.

**سُهاڳ رات:** ث.پرڻي جي رات- شب عروسي.

**سُهاڳ سرڻ:** مهروارو مڙس ملڻ.ڏهاڳ ڏور ٿيڻ.

**سُھاڳ لاھڻ:** مڙس جي مرڻ وقت ڳهڻا لاهي ڦٽو ڪرڻ- رنڊپو ظاهر ڪرڻ.

**سُھاڳڻ:** ث.اها عورت جنهن جو مڙس زنده هجي.پرتيل(عورت).

**سُھاڳو:** ذ.تڙ (ڪيڙيل زمين کي سنوت ۾ آڻڻ لاءِ). هڪ پسار ڪو وکر- ڪنگڻ هر.

**سَھاڳي:** ص.سکيو- خوش.سپاڳو.هلندي پُڄندي ءَوارو.

**سُھانجڙو:** ذ.هڪ قسم جو وڻ (جنهن جون ڦريون پا ڇيءَ طور ڪم آڻجن).

**سَھانگ:** ث.سهانگائي- سستائي.(ضد.مَهانگ).

**سَھانگ سُڃاڻڻ:** سهانگائيءَ جو قدر ڪرڻ- هٿ آيل کي قدر ڪرڻ.

**سھانگائي:** ث.سستائي- ارزاني.سُڪر.

**سَھانگو:** ص.سستو-گهٽ اگهه وارو.ڪفايتي.(ضد.مَهانگو).

**سُھاءُ:** ذ.روشني- چمڪو.اُهاءُ- سوجهرو.

**سَھائتا:** ث.مدد- پنيرائي.

**سَھائڪ:** ص.مددگار-واهرو-پنيرائي ڪندڙ.

**سَھائڻ:** م.سَهڻ- برداشت ڪرڻ.احسان جتائڻ.طعناءِ مهڻا ڏيڻ.

**سُھاءِ:** ظ.رهندو- روا- سُهائيندڙ- مناسب.

**سَھائڻ:** م.مهڻو ڏيڻ- ڏوراپو ڏيڻ.برداشت ڪرڻ- سهڻ.نخرا ڪرڻ.

**سَھائڻ:** م.جڳائڻ- واجب هئڻ.ٻرپائڻ- خوش ڪرڻ.وڻائڻ.

**سَھائو، سُھائو:** ذ.سوجهرو.روشني.چانڊوڪي.چنڊ واري مهيني جي پهرئين هفتي جو ڪو ڏينهن "سَهائو سومار".

**سَھائو پک:** چانڊوڪي رات.

**سَھائي، سُھائي:** ث.چانڊوڪي.روشني.سوجهرو.

**سُھائيندو:** ص.جڳائيندڙ- نهندڙ- واجبي.شاناڻو- وڻائتو.لائق.

**سَھت:** ث.سڪ- اُڪير.مهلت- فرحت.

**سَھتا:** اسم خاص.سمن کان اڳ سنڌ جي هڪ مشهور تاريخي قوم.

**سھتڻ:** م.برداشت ڪرڻ- سهي وڃڻ.قبول ڪرڻ- ميڃڻ.

**سَھٽ:** ث.چڪ- سڪ.يادگيري.

**سَھپ:** ذ.برداشت- صبر.بردباري.مضبوطي.

**سَھج:** ث.آساني- سولائي.

**سَھج سُڀاءُ:** ظ.سولائيءَ سان.پاڻمرادو- ازخود.

**سَھج، سَھج:** ذ.خوشي.چاهه.سُک.سينگار.

**سھجو:** ص.ڪلمک- خوشطبع.سرهو- خوش.

**سَھجي:** ظ.سَولائي سان- تڪڙو.

**سَھجي سونُ:** ذ.سونءِ چانديءَ جي ڪَس يا مَٽ- ملاوتي ڏاتو.

**سَھجو:** ص.سپٽيو- ڪارپٽ وارو.

**سُھجائي:** ث.سڄاتپ.نشاني.

**سَھر:** ث.مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

**سُھُرُ:** ذ.ٻهاريل گهر- صاف گهر.

**سُھراب:** اسم خاص.ماتهوءَ جو نالو.ايران جو هڪ مشهور پهلوان.

**سُھرو، سُھُرو:** ذ.زال جي مڙس جو پيءُ يا مڙس جي زال جو پيءُ.

**سھرو:** ذ.ساراهه جو گيت.شاديءَ جو ڳيچ- لاڏو.

**سھرو ٻڌڻ:** گهوٽ کي موڙ ٻڌڻ.

**سُھروردي:** اسم خاص.صوفي فقيرن جو هڪ مسلڪ- شيخ شهاب الدين سهروردي ڏانهن منسوب صوفيانو فڪري مڪتب.

**سَھڙ:** ث.پهچ- رسيدگي.

**سَھڙڻُ:** م.پهچڻ- واردٿيڻ.ٿڪڻ- ترسڻ.

**سَھَس:** ص.هزار(1000).

**سَھسين:** ص.هزارين.بي انداز.

**سَھسائڻُ:** سَهڻ- برداشت ڪرڻ.آسرو اميد لاهڻ.

**سَھ سَت:** ذ.سهڻ جي طاقت- قوت برداشت.

**سَھڪ:** ث. اُپا ساهه (تڪڙي هلڻ يا بيماري سبب)- اُپساهي. دمڪشي.سهڪي.

**سَھڪارُ:** ذ.اتحاد.تعاون.شموليت.

**سھڪاري:** ص.تعاون وارو.اتحادي.

**سَھڪڻُ:** م.ڊوڙڻ يا دمڪشي سبب اُپا ساهه کڻڻ.

**سَھڪو:** ذ.اُپساهي.دمڪشي.سَهڪ.

**سھڪي:** ث.دَم جي بيماري- دَم.

**سُھُڪ:** ث.سولائي- سهنجائي.آساني.

**سُھُڪائي:** ث.سولائي- آساني.

**سُھُڪو:** ص.سولو- سهنجو.آسان.(ث.سَهُڪي).

**سُھڳ:** ذ.آرام- چين- فرحت.

**سَھَل:** ث.نرم پٽريلي زمين.

**سَھَلُ:** ص(ع)آسان- سولو- سهنجو.

**سَھَل اَنگاري:** ث.سستي- ڪاهلي.

**سَھلڻ:** م.سامت ۾ اچڻ.پاڻ جهلو ٿيڻ.

**سُھمُ، سُھمو:** ذ(ع.سَهم)تيز.طعنو- مهڻو.جهڪ- چيڀ.

**سُھما سھڻ:** طعنا مهڻا جهلڻ.

**سَھمُ:** ث.ڊپ- خوف- هراس.مرعوب ٿي وڃڻ واري حالت.

**سُهماتي:** ث.سچ لئي ڪانپو.سمهڻ جي مهل - سُمهاتي.

**سَهمائڻ:** ڊيڄارڻ.مرعوب ڪرڻ.

**سَهمجڻ:** م.ڊڄڻ-هراسجڻ.هيسجڻ.

**سَهميَل:** ص.ڊنل-هراسيل.تابعدار.نهٺو.

**سَهنج:** ذ.سولائي-آساني.آرام.سک.سٺو موقعو.

**سَهنجائي:** ث.آساني-سولائي.سک.

**سَهَنجو:** ص.آساني وارو-سولو.بنا تڪليف جي.(ث.سَهنجي).

**سُهنيج:** ث.سڃاڻپ-واقفيت.خبر-چاڻ-معلومات.

**سُهند:** ث.سُهڻي-حَسين.عام طرح عورتن جو نالو.

**سُهَنڊڙو:** اسم خاص.ٻوٽي جو هڪ قسم.

**سَهَندو:** ص.جٺاءدار.سهڻ جهڙو.سمائجي سگهندڙ-ماپي سگهندڙ.

**سَهَنگو:** ص.سَهانگو-سستو.(ث.سَهنگي).

**سَهڻ شڪتي:** ث.سهڻ جي طاقت-برداشت جي سگهه.

**سَهَڻُ:** م.برداشت ڪرڻ.پاڻ تي وسائڻ.ڀوڳڻ-لوڙڻ.

**سَهڻ سَنيَرڻُ:** اڃي سهڙڻ.وڃڻ جي تياري ڪرڻ.

**سُهڻائي:** ث.سونهن-سوڀيا.زيب.زينت.نزاڪت.خوبي.

**سَهڻو:** ص.سهندڙ-برداشت ڪندڙ.بردبار.

**سُهڻو:** ص.خوبصورت-حَسين.زيبائتو.ڊولائتو.نزاڪت وارو.

**سُهڻو سَلوڻو:** ص.سدا ملوڪ.لِڀ ڏيندڙ-موهيندڙ.

**سُهڻو سيبتو:** ص.سليقي وارو-سگهڙ.ماهر.هنرمند.

**سُهڻو مُنهن ڏيڻ:** چڱي نموني گفتگو ڪرڻ.

**سُهڻي نموني:** ظ.چڱيءَ طرح-ڍنگ سان.

**سَهڻو ڪَهڻو:** ذ.چيو آکيو.چؤ چواءُ.

**سُهڻي:** ص.خوبصورت-حَسين.(اسم خاص) سنڌ جي مشهور قصي "سهڻي-ميهار" جو ڪردار.

**سَهِڻي:** ث.خاموشي.صبر.اڪ ٻوٽ.

**سَهڻي سُمهڻ:** بيفڪر ٿي آرام ڪرڻ.

**سَهوَ:** ث(ع) ڀل-چُڪ-غلطي.

**سَهوَ جو سَجدو ڏيڻ:** نماز ۾ ڀل جي تلافيءَ لاءِ وڌيڪ ٻه سجدا ڏيڻ.توبه ڪرڻ-ٻاڏ ڪرڻ.

**سَهواً:** ظ.سَهوَ ڪان-غلطيءَ ڪان.

**سَهو:** ذ.مشهور ننڍڙو جانور-خرگوش.

**سَهي جي کَل رکائڻ:** ڊڄندو رهڻ-ڀؤ ڪرڻ.

**سَهي جي کَل هڻڻ:** سنهي هاڻيءَ وارو هڻڻ-ضعيف جسم هڻڻ.

**سَهي جي ننڊ ۾ گذارڻ:** غفلت ۾ رهڻ-بي خيالو گذارڻ.

**سَهُو:** ص.شائستو-لائق.سمجهه وارو.بردبار.

**سِهو:** ذ.سَولائيءَ وارو موقعو.سٺو.سهولت وارو موقعو.مدد جو آسرو.بندوبست.

**سُهوان:** ذ.بهادر-بانڪو-سورهيه.

**سُهولَت، سهُوليَت:** ث(ع) آساني-سولائي-سهنجائي.

**سَهي:** ظ.درست-ٺيڪ.

**سهي سلامت:** محفوظ-هٺيڪو-سوکيو.

**سَهي ڪرڻ:** محسوس ڪرڻ-سمجهڻ-پَرجهڻ.

**سَهي:** ذ.ساٿي-حاڃيئي-همدرد.

**سَهيپو:** ذ.آسرو-اُميد.مدد.سنڀال.

**سَهيجا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**سَهيرو:** ص.ڪشادو-وڏو.سَرس-ڪُهتو.

**سَهيڙ:** ث.ميڙ چوند.ٺاهه جوڙ-ترتيب.

**سَهيڙُ:** ذ.سَهو-خرگوش.

**سَهيڙڻ:** م.ميڙ چوند ڪرڻ.گڏ ڪرڻ.ترتيب سان ٺاهي رکڻ.

**سَهيڙو:** ذ.گڏجڻ واري حالت-ميلاپ-گڏ جاڻي.

**سُهيلُ:** ذ(ع) هڪ چمڪندڙ تاري جو نالو-اڀٽ تارو.

**سُهيلو:** ص.سکيو-آسودو.سَولو-آسان-سهنجو.

**سَهيلي:** ث.سهيڙي-جيڏي-سکي-سَرتي.

**سهيند:** ث.رضيو-مرضي.لاڙو-رغبت.

**سهينديءَ جو سَگ:** ذ.پسند جي سگابندي.خوشيءَ جو ڪم.

**سئاتي:** ث.ڪيرواري-سُوئا.ٻارواري (عورت).

**سُئاتي:** ث.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سئارجڻ:** م.گهڙجڻ.پٿرڻ.پلٽجڻ.

**سُئاڪو:** ذ.ماتم-سوڳ-سُوڳ.

**سُئانتي:** ص.مانيتو-گهٽ گَهِ ٿيندڙ.

**سئَرو:** ذ.ماتا جو داغ يا چَگهه.

**سئَڙي:** ث. چنديءَ جي ٺهيل چيٿري سُئي (وچ ۾ گول ۽ هيٺ ڊگهي). جيڪ ڪَن ۽ ڏند کوٽڻ جي ڪم اچي. ڏنيوڙي-تلوڪڙي.

**سَئن، سَين:** ث.خيرات وٺڻ لاءِ سوالي جي صدا.

**سَئن هڻڻ:** صدا هڻڻ.سوال ڪرڻ.

**سَئنا:** ث(س) لشڪر-سپاهه.

**سَئنا پَتي:** ص.سپهسالار.

**سَنَدل:** ذ (انگ) انگريزي نموني جي هڪ جُتي- سپاٽو.

**سَنڊيڪيٽ:** ث (انگ) انتظام هلائيندڙ ادارو. يونيورسٽيءَ جي مجلس منتظمه.

**سَنُڪو:** ذ.ڊپ- هراس. اڌڪو- انديشو.

**سَنيما:** ث (انگ) فلم جي وِڇَتي تي پرڇايل کيل.

**سنيما هائوس:** فلم ڏيکارڻ جي جاءِ- فلم گهر.

**سُئو، سُوئو:** ذ.وڏي سُئي.

**سُئَڻ:** م.ٻڌڻ- سُڻڻ.

**سُئي:** ث.ٽوپي ڏيڻ جو اوزار- اِبر- سوزن. دوا کي جسم ۾ داخل ڪرڻ جو اوزار- سرنج.

**سُئي سَڳو:** سبڻ جو سامان.

**سُئي سَڳو سورڻ:** مهل تي ڳالھ ڪرڻ.

**سُئي سَڳي سوڌو:** ص.سربستو- ذري پُرزي. ثبوتن سان.

**سُئيٽرُ:** ذ (انگ) اُن مان ٺهيل ٻانهن يا بنا ٻانهن جي چولو.

**سَئيسُ:** ذ.گهوڙي جو خدمتگار.

**سُئيڪار:** ذ (سن: سويڪار) اقرار- قبوليت.

**سِي:** ص (ف) ٽيهه (30).

**سِي حرفي:** ث.شاعريءَ جي هڪ صنف- ٽيهاڪري.

**سِيءُ:** ذ.ٺار- ٿڌ. سرديءَ جي موسم.

**سيا:** ذ.عزيز- ذات ڀائي. ڌاريو- اوپرو.

**سِياٽر:** ذ.ڪَري جو اُن گهر ڪٽي اچڻ وقت خدا واسطي ڀتي پاتيون ڏنل اَن.

**سِياٽو:** ذ.ٿڌ- سيءُ. ڏڪڻي. سيءُ يا ڊپ کان ٿرڪڻي.

**سِياٽجَڻُ:** م.ٿڌ يا ڊپ کان ڏڪڻي ٿيڻ. لڱ ڪانڊارجڻ.

**سِياپو:** ذ.افسوس- ماتم- سوڳ. عزازت- ماتمي.

**سَياح:** ذ (ع) گهمڻ لاءِ سفر ڪندڙ. مسافر. سيلاني.

**سَياحَتَ:** ث.سير- گهوم. گشت.

**سَياحِي:** ث.سَياحت- سير تفريح.

**سِيادَتَ:** ث (ع) سرداري- اڳواڻي. پيشوائي. بزرگي. حڪومت.

**سَيار:** ص (ع) سير ڪندڙ- گهمندڙ.

**سيار تارو:** ذ.گرهه- سَيارو.

**سِيارُ، سِيارڙو:** ذ.ڪڏڙ.

**سَيار پُڄ:** ذ.جهنگلي گاهه جو هڪ قسم.

**سَيارو:** ذ (ع: سَيارہ) گرهه (جيڪو سج جي چوڌاري گردش ڪري).

**سِيارو:** ذ.سرديءَ جي موسم. سيءُ- ٺار.

**سَياسَت، سِياست:** ث (ع) ملڪي معاملات. ملڪي انتظام. حڪومت- سلطنت. ملڪ جي حفاظت.

**سياسَت بازي:** ث.سياسي حڪمت عملي.

**سياسَتدان:** ص.ملڪي معاملات جو ڄاڻو.

**سياست ڪرڻ:** چالاڪي ڪرڻ. دوکو ڏيڻ. تنبيهه ڪرڻ.

**سياسي:** ص.ملڪي انتظام ۽ معاملن مطابق. ر چنيتي. سياست سان واسطو رکندڙ.

**سياڪو:** ذ.ماتمي- عزازت. ڀائيچاري يا برادري.

**سِياڪرو:** ذ.ڏڪڻي. ٿرڪڻي- سياٽو.

**سَيال:** ص (ع) وَهندڙ. پتڙو- رقيق.

**سيالُ:** ص.اجنبي- ڌاريو. شريڪ.

**سِيامُ:** ص.ڪارو- سياهه. (ث) ڪاري ڪوئل.

**سِيانُ:** ذ.رستي جي سَنوَت. سطح- مٿاڇرو.

**سِيانتو:** ذ.هڪ آبي ساهوارو- ڪيڪڙو.

**سِياندرو:** ذ.ماتمي- عزازت. دوستي. تعلق- لاڳاپو.

**سِياندو:** ذ.سياٽو- سيءُ.

**سِياڻائي:** ث.هوشياري- ڏاهپ. چالاڪي.

**سِياڻپ، سِياڻپتَ:** ث.عقل- ڏاهپ. هوشياري- چالاڪي.

**سِياڻو:** ص.عقلمند- ڏاهو. هوشيار. سمجهو.

**سِياڻو وِياڻو:** ص.هوشيار ۽ فهميدو.

**سُياڻي:** ث.ٻار ڄڻائيندڙ عورت- دائي.

**سِياهه:** ص (ف) ڪارو. اونداهو. نڀاڳو. منحوس.

**سِياهه باطن:** ص.اندر ڪارو- منافق.

**سِياهه بخت:** ص.بدقسمت- نڀاڳو.

**سِياهه پوش:** ص.ماتمي- ڏکويل- غمگين.

**سِياهه چَشم:** ص.ڪارين اکين وارو- ڪجلو.

**سِياهه دل:** ص.بيرحم. بدخواهه- بدنيت.

**سِياهه دلي:** ث.بغض- ڪينو.

**سِياهه رُو:** ص.ڪارو منهون. ذليل- خوار.

**سِياهه رُوئي:** ث.ذلت- خواري. بدنامي.

**سِياهه فام:** ص.ڪاري رنگ جو.

**سِياهه ڪار:** ص.بدڪار. گهنگار. ظالم.

**سياه ڪاري:** ث.بد ڪاري.

**سياه و سُفيد:** ذ.اچو ڪارو. نيڪي بدي. چڱائي لڱائي- بُرائي ڀلائي.

**سياه و سفيد جو مالڪ هئڻ:** مر حاڪم طاقتور هئڻ. حاڪم هئڻ.

**سياهِي:** ث.ڪاراڻ.اونداهي.ڪارنهن.عيب.

**سياءَ:** ذ.مِٽ مائٽ- عزيز.ذات ڀائي.

**سيباج:** ذ.ملڪيت- ڏن.مرجاتا- شانستگي.

**سيبارو:** ذ.تڏا ڪ اهيندڙ.

**سيباڻ:** ث.ڪپڙ چماڻ لاءِ اُن مر وڌل ڏڏ چڪو.

**سيباتو:** ذ.وتيل- منسب.دل گهريو.جڳائتو.

**سيبائڻ:** مر.وئڻ- پسند پوڻ.موزون لڳڻ.جڳائڻ.

**سيبتو:** ص. سُنيتي وارو. سنجيدو. سلڇڻو- سُني سُهڻي ڪردار وارو.ڏاهو.

**سيبڻ:** ث.جسم جو وچ وارو ليڪو (پُٺ توڙي اڳ تي).

**سيبُڻ:** مر.سبڻ- بخڻ.

**سيبو:** ذ.توپو- بخيو.

**سيبو ڏيڻ:** بخيو هڻڻ- توپو ڏيڻ.

**سيتُ:** ص.ٿڌو- سرد- سيتل.

**سيتا:** اسم خاص (سن) رام چندر جي زال. (ص) سَت وارو (واري)-پاڪدامن.

**سيتا سَتي:** ث.سيتا جهڙي پاڪدامن- نيڪ عورت.

**سيتا ڦلُ:** ذ.ميوي جو هڪ قسم.

**سيتانگُ:** ذ.بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن مر بدن تي ڏڦڙ ٿين). هٿن پيرن مر ڪِڪهرٿيڻ جي بيماري.

**سيتانگي:** ص.بيمار- ناچاق.

**سيتَل:** ص.ٿڌو- سرد.

**سيتَل چيني:** ث.هڪ قسم جو گرم مصالحو.

**سيتلا:** ث(سن) ماتا- چيچڪ (بيماري).

**سيتي:** حرف جر (سن) سان- سُوڌو- مع.

**سيٽَ:** ث.آڪڙ.ڦوڪ.ڦوند.وڏائي- ٽيند- ٽانءِ.چِڪ- سختي (رسي وغيره جي).(انگ) ويهڻ جي جاءِ- نشست.سيند- سيٽي.

**سيٽَ ڪرڻ:** اجائي آڪڙ ڪرڻ.اُنهوند تي ٽانءِ ڪرڻ.

**سيٽَ هڻڻ:** سيندَ وجائي اشارو ڪرڻ.

**سيٽُ:** ذ (انگ) ڪن شين جو مڪمل مجموعو (مثلاً:چانهه جو سيٽ،سينگار سيٽ وغيره).

**سيٽ ڪرڻ:** ترتيب سان رکڻ.

**سيٽجڻ:** مر.ٽٽ ٿيڻ.آڪڙ و ڪرڻ.ضدي ٿيڻ.پختو ٿيڻ.

**سيٽر:** ذ.سيٽيون وڄائيندڙ.بدمعاش.

**سيٽڻ:** مر.ٽٽ ڪرڻ- سخت ڪرڻ.ٻڪ وجهڻ.ٿرٽلي مر وجهڻ. گهاٽو ٿيڻ.

**سيٽو:** ص.مترو- ٽلهو.سگهارو- پهلوان.

**سيٽو:** ذ.ڪپڙي جو وٽيل نوڙ.

**سيٽي:** ث.وٽ يا چپن جي ڦوڪ سان سنهو آواز.سيٽي وڄائڻ جو اوزار.

**سيٽي وڄائڻ:** سيند هڻڻ.ڪُوڪڻ (ريل جو).

**سيٽينگ:** ث.(انگ) ترتيب- ناهه جوڙ.

**سيٺُ:** ذ.وڏو سوداگر.وڏو واپاري.واپار جي ڪوٺيءَ جو مالڪ. شاهوڪار (ث.سيٺياڻي).

**سيٺارجا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.خيرپور ضلعي مر هڪ شهر جو نالو.

**سيٺپائي:** ث.شاهوڪاري.وڏماڻهپائي.

**سيٺيو:** ص.وڏو سيٺ.شاهوڪار.

**سيپارو:** ذ(ف) قرآن شريف جي ٽيهن حصن مان هڪ حصو- پارو.

**سيپٽمبر:** ذ(انگ) عيسوي سال جو نائون مهينو.

**سيپڪ:** ص.ٿمر سنهو (ماڻهو)- ڏٻرو- اُپرو.

**سيپو:** ذ.ٻرندڙ ڪاٺيءَ مان نڪرندڙ ڏوپ.

**سيج:** ث.پلنگ.شاديءَ جي کٽ.خاص گهوٽ ڪنوار لاءِ وڇايل هندڪُٽ.

**سيج بَند:** ذ.اهي ڏوري.جنهن سان چادر کي کٽ جي پاون سان ٻڌي ڇڏجي.

**سيج پُجائڻ:** ڪٺولي داخل ڪرڻ.سيڪٽ ڏيڻ.

**سيج چڙهڻ:** شاديءَ جي خوشي ماڻڻ.

**سيج رات:** محرم مهيني جي نائين تاريخ واري رات. سيج جي سرگس ڪيڻ واري رات.

**سيج ماڻڻ:** شادي ڪرڻ- سيج چڙهڻ.

**سيجهرو:** ص.هٽ وَسيو- هيڪو.ڦُرت.ستائو.

**سيجاهو:** ذ.ڄڻ- علم- معلومات.

**سيجاهو:** ص.سڃاڻندڙ.پرکيندڙ.قدرشناس.

**سيچ:** ث.ڪَش- چِڪ- تنگ.

**سيچانو:** ذ."ٽرمچي" باز جي مادي (بهترين شڪاري باز).

**سيخَ:** ث(ف) ڪنهن بہ ڌاتوءَ مان نهيل ٿلهي تار. ڪباب پچائڻ لاءِ

لوهي تار. ڪکڙ جي ڪڙهه.

سيخ پا: ص. نراڪتندڙ (گهوڙو).

سيخ ٿيڻ: سڌو ٿيڻ. ڪاوڙ ۾ ڪڙو ٿيڻ. پچڻ (ڪباب وغيره).

سيخ هڻڻ: گوءِ ۾ نڙ مان گند ڪڍڻ.

سيخُر: ص. پورين ڪڙهن وارو ڪکڙ- ويڙهو ڪکڙ.

سيدُ: ذ (ع) سردار- اڳوان. امام. هادي- رهنما. حضرت امام حسن عہ ۽ امام حسين عہ جو اولاد.

سيد الانبياءِ، سيد المُرسلين: ذ. نبين جو اڳواڻ (حضرت محمد ﷺ).

سيدَ البَشر: ذ. انسانن جو اڳوڻ (حضرت محمد ﷺ).

سيد الشُهداءِ: ذ. شهيدن جو سردار (امام حسين عہ ۽ حضرت حمزه رضہ جو لقب).

سيدة النساءِ: ث. عورتن جي اڳوان (حضرت بيبي فاطمة الزهري).

سَيَدياڻي: ث. سيد جو اهل- بيبي.

سيڌ: ث. خوف- ڊپ. سزا- سيکت. تابعداري.

سيڌ سيڌڻ: دٻاءُ رکڻ. ڊيڄارڻ.

سيڌجڻ: م. تابع ٿيڻ. سزا کائڻ.

سيڌو: ذ. ڪاڌي جو ڪچو سامان (اٽو، چانور، گيهه وغيره).

سيڌو پاڌو: ذ. سڀڌو سامان (ڪاڌي رڌڻ لاءِ).

سيڌائڻ: م. سڌ ڪرڻ- واجهائڻ.

سيرُ: ذ. تور جو هڪ مڻ (80 تولن برابر).

سيرو: ص. وزن جو اندازو ڏيکاريندڙ (مثلاً ٻہ سيرو، پنج سيرو وغيره).

سيرُ: ذ. اچڻ وڃڻ جو گس- واٽ.

سيرُ: ذ (ف) هوا خوري- چڪر- گشت- گهوم. سفر- سياحت. نظارو.

سَيرسپاٽو: ذ. هوا خوري- چهل قدمي. گهمڻ ڦرڻ.

سير سفر: ذ. مسافري. تفريح.

سَيرگاهُ: ذ. گهمڻ جو هنڌ. قدرتي نظارن وارو هنڌ.

سَير: ص (ف) ڍريل. ڍاول. ڍءُ.

سَير حاصل: ص. گهڻو فائدو ڏيندڙ. ڍءُ ڏياريندڙ.

سِيرَ: ث. چيرُ- وَڏُ. ڪهڻ وقت جانور يا پکي جي ڳچيءَ تي ڏنل وَڍُ. درياءُ يا وهڪري جو وچ (جتي پاڻي اونهو ۽ تکو وهي).

سِيرَ چوڙائڻ: ڪِني رت ڪڍائڻ لاءِ ڪنهن نَس کي نشتر سان چير ڏيارڻ- فصد کولائڻ.

سِيرَ ڏيارڻ: وارن مان جُئون ڪڍائڻ.

سِيرَ وجهڻ: جانور يا پکي کي حلال ڪرڻ- ڪُهڻ. نقصان پهچائڻ.

سير وَرائڻ: نئين جاءِ هڻڻ لاءِ ڏاند جي رسي کي ورائڻ.

سيرُون اُيرڻ: لُونءَ ڪاندار جڻ.

سيرُ: ذ. سيل- سَٽَ- پاڪدامني.

سيرابُ: ص (ف) پاڻيءَ سان ڀريل- لبريز- پُر. سرسبز- شاداب. ڍاول.

سيراب ڪرڻ: تازو ڪرڻ (پاڻيءَ سان) تمتار ڪرڻ. آباد ڪرڻ. اُڃ لاهڻ.

سيرافُ، سيراهُ: ذ. سيراپُ- ڊپ. هراس.

سيرالو: ذ. شراڪت وارو- ڀائيوار- آڌيرو.

سيراندي، سيرائي: ث. کٽ وغيره جو مٿي رکڻ وارو پاسو.

سيراهي: ث. واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار (سوراخ ڪرڻ لاءِ).

سيرَبُ، سَيرپُ: ث. سنوارت (ڏاڙهيءَ جي).

سيرب لاهڻ: حجامت ڪرڻ. نقصان پهچائڻ. سزا ڏيڻ.

سيرَتُ: ث (ع) عادت- خصلت. خاصيت. نيڪي. اخلاق. سوانح عمري.

سيرَت نَبوي: ث. نبي سڳوري صہ جي سوانح عمري.

سير چيري: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

سير ڪوئي: ث. بدن تي ڦرڙين نڪرڻ جي بيماري.

سيرڻُ: م. چورڻ- هٽائڻ- سِر ڪائڻ- ريڙهڻ.

سيرڻُ: م. چيرڻ. ڏارڻ.

سيرو: ذ. محتاج. مچو- تابعدار.

سيرو ڪرڻ: سختي ڪرڻ. سڌو ڪرڻ- سڌارڻ.

سيرو: ذ. ڳيهه، کنڊ ۽ ميدي مان ٺهيل هڪ طعام.

سيري جي سڌ تي اچڻ: مفت جو مال ملڻ.

سيري مان رب ٿيڻ: نفعي بدران نقصان سهڻ. امير مان هڪدم غريب ٿيڻ.

سيرول: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

سيرُون: ذ. کٽ جي سيرانديءَ واري ڪاٺي.

سيرُونگو: ذ. سنهڙو سوراخ- سنهو ٽنگ.

سيري: ث. زمينداريءَ ۾ اها ابراضي، جيڪا زميندار پاڻ آباد ڪرائي

سيڙ: ث. گيسر- دير. رنڊڪ. مشغولي.

سيڙاپو: ذ. گيسر- گهل. رنڊڪ.

سيڙائڻُ: م. دير ڪرائڻ- گهل ڪرائڻ.

سيڙائي: ث. ڪپڙن جي سِلائي- سباڻي.

سيڙپ: ث. گيسر- دير. مشغولي. مصرف. دڪان ۾ رقم جي لڳت

سيڙجڻُ: م. رنڊجڻ- روڪجڻ. دير پوڻ. مصروف ٿيڻ.

**سيڙهه:** ث.هڪ قسم جو جانور (جنهن جي پڇيءَ تي ڪنڊا ٿين). ڳوهو (ڪيرَجو)-ڏار.

**سيڙهه ڏيڻ:** وِنڌڻ-سڱڻ-سوراخ ڪرڻ.

**سيڙهائِي:** ث. بيماريءَ جو هڪ قسم- رَت پِت سُڪي وڃڻ واري حالت.

**سيڙهَڻ:** م.پهچائڻ-رسائڻ.

**سيڙهو:** ذ.دنگ-حد-سَنڌو.تيزرفتاري-تيزي.

**سيڙهو ڪرڻ:** لوهه ڪري نڪرڻ-تيزيءَ سان هلڻ.

**سيڙهي:** ث.چِڻ-ڳچ.

**سِيڙهِي:** ث.ڏاڪڻ- چاڙهي.

**سيزن:** ذ(انگ)موسم-مند-رُت.

**سِيسُ:** ذ(سن)مٿو-سري-سر.

**سِيس نمائڻ:** ڪنڌ نمائڻ.مٿو نيڪي آڻ مڃڻ.

**سيسَا:** ث.هندن ۾ ڏرمي پوڄا پاٺ ڪن پوءِ ورهايل مٺائي وغيره.

**سَيسرُ:** ذ.هڪ قسم جو واڳون جهڙو آبي جانور.

**سِيسڙاٽَ:** ذ.سياٽو-سياندو.ٿڌ پوڻ ڪري جسم ۾ ڏڪڻيءَ جي لهر.

**سِيسڪ:** ث (انگ) سامونڊي چوليُن سبب هيانءَ ماندو ٿيڻ جي بيماري.

**سِيسلو:** ذ.نرم ماني- چلو.

**سِيشَنُ:** ذ(انگ)وڏي ڪورٽ.اجلاس.

**سيشن جج:** ذ.ضلعي ڪورٽ جو وڏو جج.

**سيشن ڪورٽ:** ث.ضلعي ڪورٽ.

**سَيفَ:** ث(ع)تلوار-ترار-شمشير.

**سيفَ:** ث(انگ)تجوڙي-لوهي پيٽي.

**سيفٽِي:** ث(انگ)سلامتي-تحفظ.امن امان.

**سيفٽي ايڪٽ:** ذ (انگ) عوامي تحفظ جو قانون- امتناعي نظربنديءَ وارو قانون.

**سَيفَل:** ذ.هڪ قسم جو جابلو ٻوٽو (جنهن جو ٻوڙ ٻه رڌجي).

**سِيقو:** ذ.مڇيءَ مان نڪتل وَهُ- چربي.

**سيڪُ:** ذ.گرمي-تپش.تاءُ.تاڪور.

**سيڪ اچڻ:** گرمائش جو اثر ٿيڻ.تپش اچڻ-تؤ اچڻ.ڪيڪاءُ ٿيڻ.

**سِيڪارو:** ذ.سيسڙاٽ.ٿڌ وسانهه.سياٽو.

**سيڪٽر:** ذ(انگ)گول جي قوس ۽ ٻن نيم قطرن جي وچ وارو ڀاڱو.

**سِيڪريٽ:** ذ(انگ)خنيه-ڳجهو.

**سيڪريٽرِي:** ذ(انگ)وڏو منشي- معتمد.

**سيڪريٽريٽ:** ذ(انگ)سيڪريٽرين جو دفتر.

**سيڪَڙَ:** ث.ڪري ۾ گڏ ٿيل سڱن مان لاڳُو ٿيڻ.گهر- طلب.

**سِيڪڙو:** ذ.سئو-صد.سئو تي ڪجهه مقرر ٿيل انداز.

**سيڪڙو ڪرڻ:** حساب ڪتاب صاف ڪرڻ.

**سيڪِڙُو:** ص.گهرجائو- طالبو- خواهشمند.سڌڙيو- سڌائتو. سڪايل- اُڪنڊيل.سوالي.

**سيڪشَن:** ذ(انگ)شعبو- حصو.

**سيڪَنڊ:** ذ(انگ)منٽ جو سٺهون حصو.لمحو-پل-ڪن. (ص) ٻيو-ٻئي درجي جو.

**سيڪنڊ ڪلاس:** ذ.ٻيو درجو.ٻئي درجي جو.

**سيڪنڊ هئنڊ:** ص.استعمال ۾ آيل-استعمال ٿيل.

**سيڪنڊري:** ث(انگ)ثانوي.

**سيڪنڊري اسڪول:** ذ.ثانوي تعليم وارو اسڪول.

**سيڪَڻُ:** م.تپائڻ-گرم ڪرڻ.سيڪ ڏيڻ.تؤ ڏيڻ.تاڪور ڪرڻ.

**سيڪو:** ذ.سيڪ-تؤ.

**سيڪو چاڙهڻ:** تؤ ڏيڻ.دٻاءُ رکڻ.

**سيڪو هڻڻ:** سهائڻ-رسامو ڪرڻ.طعنو ڏيڻ.

**سيڪيورٽِي:** ث(انگ)حفاظت- بچاءُ.ضمانت.

**سيڪيورٽي گارڊ:** ذ.حفاظتي پهريدار.

**سيڪوئِي:** ث.مڪوڙيءَ جهڙو هڪ ڏنگيندڙ جانور- ڏکتهاري.

**سيڪيُون:** ذ.پيٽ ۾ پيدا ٿيندڙ سنهااچا ڪينئان.

**سيکارَڻ، سيکارِڻُ:** م.سکيا ڏيڻ.تعليم ڏيڻ.تربيت ڏيڻ.ڪنهن هنر يا ڏانءَ کان واقف ڪرڻ.پڙهڻ.ڪيڙڻ.

**سيکارِتي:** ث.ڪنهن ڪم مان واقف ڪرڻ جو طريقو.

**سيکاريندڙُ:** ص.سکيا ڏيندڙ.

**سيکَتَ:** ث.سزا.گوشمالي.

**سيکت ڏيڻ:** سزا ڏيڻ.جٺ ڪرڻ.

**سيکڙاٽُ:** ص.نئون سکيل.اڃا سکندڙ.اڻپورو سکيل.

**سيکڙائُو:** ص.اڌ پورو سکيل- زير تربيت.

**سيگو دانا:** ذ.کجور جي وڻ جي ڳڀ مان نڪتل اناج- سابو چانور.

**سيگهه:** ث.جلدي- سگهائي.ڦڙتي- تکڙ.جلدبازي.چڙ چوٽ.

**سيگهڙائِي:** ث.سيگهه- جلدائي.

**سِيڱُ:** ث.سڱن مان ٺهيل ڪمان- ڪمانَ.

**سيگاري:** ث. مٽي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سيگو:** ذ. هڪ جيڏو- سرتو. هم جنس. عزيز- مائٽ.

**سَيلُ:** ذ. شرم- حياءُ. ستُ- پ ڪدامني. عصمت. نيڪي. صبر.

**سيلُ:** ذ. ڪل (نوءِ ڪاٺ جو). ڪندو. ڀالو. سيلهه.

**سيل:** ذ (انگ) وڪرو- فروخت. بڪري.

**سَيل:** ذ (ف) ٻوڏ- سيلاب- طغياني.

**سيلَ:** ث (انگ) مُهر- ٺپو (سيلَ واري بيڙي= سگريٽ).

**سيل مُهرَ:** ث. ٺپي واري مُهر.

**سيلا:** ذ. جانورن جو هڪ قسم.

**سيلا:** ذ. هار سينگار.

**سيلابُ:** ذ (ف) پاڻيءَ جو چاڙهه- ٻوڏ- طغياني. اٿل- ليٿ. آبڪلاتي.

**سيلابي:** ث. ٻوڏ هيٺ آيل زمين ءِ ان جو فصل.

**سيلاٽي:** ث. جيت جو هڪ قسم.

**سيلاڻَ:** م. آلو ڪرڻ- پسائڻ- پچائڻ.

**سَيلاني:** ص. گهومڻو. گهمندڙ ڦرندڙ. گشتي.

**سيلرو:** ذ. ايريال.

**سيلزمين:** ذ (انگ) گراهڪن کي شيون وڪرو ڪندڙ ملازم.

**سيلَ، سيلَٽي:** ث. آبي پکيءَ جو هڪ قسم.

**سيلو:** ذ. رَسو. وارن جي وٽيل چڳ. وٽيل نوڙ. جيڪو ڦتير مٽي کي ٻڌن.

**سيلو:** ص. همٿ. سچائي.

**سيلون:** ذ (انگ) حجم ڪو دڪان.

**سيلونَت:** ص. پ ڪبز. نيڪ.

**سيلهُ:** ذ. ننڍو نيزو. ڀالو. تير. ڪندو.

**سيلهَن:** ث. پيهوڙي.

**سيلهو:** ذ. سيلهه- ڪندو. ڏاس مان ٺهيل نوڙ. مٽي کي ٻڌڻ جي ريشمي ڏوري يا پٽي (عام طرح ڦتير ٻڌن).

**سليهور:** ث. پاڻيءَ ۾ تکو وهڻ جي حالت- تيز رفتاري.

**سيلي:** ث. اٺ. گهوڙي يا ٻئي ڪنهن جانور جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڳاني. وارن يا ڪاري ڌاڳي مان وٽيل ڏوري. فقيرن جي ٽوپيءَ کي ويڙهيل منڪن جي مالها.

**سيمَ:** ث (ف) چاندي. چانديءَ جي تار (پرت جي ڪم اچي).

**سيمر تَن:** ص. اڇي جسم وارو- ڳورو. معشوق.

**سيمين:** ص. چانديءَ جو- روپو.

**سيمَ:** ث. ڳوٺ جي آسپاس واري جوءِ. چراگاهه- ويءَ.

**سيمُ:** ذ (سن: سيمن) حد- دنگ- سَندو.

**سيمابُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو ڌاتو- پارو.

**سيمپَل:** ذ (انگ) نمونو (وڪري واري شيءِ جو).

**سيمُرغ:** ذ (ف) هڪ خيالي پکي.

**سيمو:** ذ. سمر. زمين مان سمي نڪتل پاڻي.

**سيمو:** ذ. پيشانيءَ تي سجدي جو نشان.

**سيمينٽ:** ذ (انگ) عمارت سازيءَ ۾ ڪتب ايندڙ هڪ قسم جو هٿراڏو مسالو.

**سيمي فائنَل:** ذ (انگ) ٽورناميٽ ۾ فائنل کان اڳ واري راند.

**سَينَ:** ث. صدا. پڪار. آواز. سوالي جي صدا.

**سَين هڻَڻ:** صدا هڻڻ. سوال ڪرڻ. خيرات گهرڻ.

**سين:** حرف جر. سان- سان- ڪڏ- سميت.

**سِينَ:** ث (انگ) نظارو- ڏيک. تصور. تماشو.

**سَينا:** ث (سن) لشڪر- سپاهه.

**سَينا پَتي:** ص. لشڪر جو مهندار- سپهه سالار.

**سينارٽي:** ث. (انگ) برتري- فوقيت. سينيئر هجڻ جي خاصيت.

**سَينٽ:** ث (انگ) خوشبوءِ- سرهاڻ. عطر.

**سينٽَرُ:** ذ (انگ) وچ. مرڪز.

**سينٽرل جيلُ:** ذ. ضلعي جو مرڪزي جيل- وڏو جيل.

**سينچري:** ث (انگ) صدي- سئو سال. ڪرڪيٽ ۾ سئو رنسون.

**سينچَڻ:** م. اوتڻ- هارڻ. ريج ڪرڻ. کوهه مان پاڻي ڇڪڻ يا ڪڍڻ.

**سيندَ:** ث. آشنائي. واقفيت. جاڻ سڃاڻ.

**سيندَ ساڃاهه:** ث. ڏيٺ- مُهڪڙو.

**سيندَ مُلاقات:** ث. جاڻ سڃاڻ. آشنائي.

**سيندَ هئَڻ:** واقفيت جتائي مهٽا ڏيڻ.

**سيندو:** ص. آشنا- واقف. جاڻو سڃاڻو. سنگتي. (ث. سيندي).

**سيندا سَرتا:** ويجها دوست- گهاٽا يار.

**سيندَ:** ث. ڦٽيءَ سان مٽي جي وارن مان ڪڍيل ليڪ.

**سيندَ تَڪي:** ث. زيور جو هڪ قسم.

**سيندَ جو قسم:** ذ. عورت جو اقرار- انجام.

**سيندَ ڏيڻ:** زال جو هڪڙي سان واعدو ڪرڻ.

**سيندَ سُرمو:** ذ. هار سينگار- ٺاهه ٺوهه.

**سيندَ ڪڍَڻ:** وارن کي ڦٽي ڏيڻي. وارن جي وچان ليڪ ڪڍڻ.

**سيندِ قِلُ:** ذ. هڪ قسم جو ڳهه- ٽڪڙو.

**سينڌُرُ:** ذ.هڪ قسم جو وڪر (ڳاڙهي رنگ جو بُورو).

**سينڌڙيو:** ذ.نمونيا جي بيماري.

**سينڌو لُوڻ:** ذ.هڪ قسم جو جابلو لُوڻ.

**سينڊيڪيٽ:** ذ(انگ) گڏيل ڪاروباري شراڪت.يونيورسٽيءَ جي اسپيشل ڪاميٽي.

**سينڌَ:** ث.چيڻ مان ڪڍيل سنهو وار-سيٿي.

**سينڌَ ڏيڻ:** ڳوٺ چِتڻ.خبردار ڪرڻ.هوڪرڻ.

**سينڌ هڻڻ:** هوڪرڻ.امداد ڪرڻ.صلاحڻ.

**سينڌارڻ:** م.سينڌ هڻڻ.سڌ ڪرڻ.صلاح هڻڻ.

**سينري:** ث(انگ) نظارو-ڏيک.

**سَينڪلي:** ث.زنجير-سنگهر.ننڍڙي زنجير.ڳهه جو هڪ قسم.

**سينگارُ:** ذ(س: شرنگار) آرائش-ٺاهه ٺوهه.ڳهڻا ۽ ڪپڙا لٽا پائڻ.ڦٽي ڦوڪرو.سنڌي شاعريءَ جي هڪ صنف (جنهن ۾ سونهن جو بيان ٿئي).

**سينگارجڻ:** ٺهڻ ٺهڻ-آراسته ٿيڻ.

**سينگارداڻُ:** ذ.عورتن جي سينگار جو سامان رکڻ جو ٿانءُ يا پيٽي.

**سينگار ميز:** ث.وڏي آرسي لڳل ننڍڙي ميز.

**سينگارڻ:** م.آرائش ڪرڻ.لٽا ۽ زيور پائڻ.ٺاهه ٺوهه ڪرڻ.

**سنگارو:** ذ.آبي وڻ جو هڪ قسم.هڪ پسار ڪو وکر.

**سينگاري:** ث.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سينگَ:** ث.ڪمان.

**سينگتُو:** ذ.سنگوارو-سنگيتو.دوست-يار.

**سينابند:** ذ.گهوڙي جو هڪ سنج.

**سينازني:** ث.ڇاتي ڪُٽڻ-ماتم.

**سينا زوري:** ث.زبردستي-ڏاڍائي.سرڪشي.

**سينا ڪشي:** ث.ويڙهه-جنگ.همسري.

**سينو:** ذ(ف) ڇاتي.اُرهه.

**سينو ٺوڪڻ:** هام هڻڻ.

**سينو ڏيڻ:** طعنا هڻڻ.گاريون ڏيڻ.

**سينو ساهڻ:** مقابلو ڪرڻ.آڪڙ ڏيکارڻ.

**سينو سپر ڪرڻ:** مقابلو ڪرڻ.

**سينو صاف ڪرڻ:** دل مان غير ڪڍي ڇڏڻ.ناراضپو ختم ڪرڻ.

**سينو ڪُٽڻ:** ڇاتي پِٽڻ-ماتم ڪرڻ.

**سينو ڪڍي هلڻ:** آڪڙ مان هلڻ.

**سيني پَر سُرڻ:** هلندو رهڻ-رڙهڻ.

**سيني تي مڱ ڏرڻ:** دشمن کي ساڙڻ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**سيني تي هٿ رکڻ:** تسلي ڏيڻ.احساس ڏارڻ.صبر ڪرڻ.

**سيني سان لڳائڻ:** پيار ڪرڻ-محبت ڪرڻ.

**سينُورُ، سينوارُ:** ذ.پاڻيءَ مٿان چاول سانُو مادو.آچان.جيڪا آلاڻ سبب ڪڌي جي شين تي جمي وڃي-ڄارو.

**سينُورجڻ، سينوارجڻ:** م.آلاڻ سبب ڪڌي جي شين تي ڄارو ڄارو ٻڌجي وڃڻ.

**سينهڙو:** سنهڙ خص.سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**سينهون، سينهي:** ث.دلي وغيره ڪڙهڻ وقت مٿي تي رکڻ لاءِ ڪکن مان ٺهيل گول ويڙهي يا ڪپڙي جي موڙي.

**سينٺرا:** ذ.مُنهن تي ماتا جا داغ.

**سيني:** ث(ف) ٿالهي.پتل وغيره جي وڏي ٿالهي-ڪومچو.

**سيني به سيني:** ظ.هڪڙي مٿهون ٻئي مٿهون ٽئين.هندڙ (ڳاله).

**سينيٽ:** ذ.علمي قانون ساز ادارو.

**سينيٽر:** ص.سينيٽ جو ميمبر.

**سينيٽوريَم:** ذ(انگ) ٻرفضا هنڌ تي قائم علاج گاهه.

**سينيئر:** ص(انگ) عهدي يا رتبي ۾ وڏو-برتر.

**سِيڻُ:** ذ.سڱيتو-مائٽ-عزيز.

**سيڻ سَتائڻ:** مائٽن جو مُنگهرو ٿيڻ.

**سيتا ٿو:** ظ.ڪڏ-شامل-جٽ-پٽ.

**سيثان:** ظ.ساٿن-هڻن سان.

**سيڻپو:** ذ.سڱ بنديءَ جو لاڳاپو.سڱ بنديءَ جي لاڳاپ طور گهوٽ ٿيڻيءَ کي ڏنل وڳو.

**سينوڻ:** ذ.ٿلهيءَ جو پاءُ.ٿنهن جو پاءُ.

**سيناهَ، سينَهَ:** ث.ٿلهي مَشڪ (جنهن ۾ هوا ڦوڪي پاڻيءَ ۾ ترجي).

**سينه تي پون:** گهٽو پرجڻ.

**سيئَڻ:** م.اوتيءَ وارو ٿو پو ڏيڻ-سيڻ.

**سيبهيو:** ص.سيبه تي ترنڊڙ.

**سيوا:** ث(س: شيو) خدمت-ٽهل.پوڄ.

**سيوَر:** ذ.هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**سيوڙو:** ذ.جين ڌرم جو پوڄاري.رمتو فقير.

**سيوَڪ ، شيوَڪ:** ذ(س) سيوا ڪندڙ-خدمتگار-پوڄاري.مريد-چيلو.

**سيوَل:** ث.پاڻي ۾ پيدا ٿيندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم.

**سيونگ:** ث(انگ) بچت- پاڇي.

**سيونگ بئنڪ:** ث.پئسا بچائي رکڻ واري بئنڪ.

**سيونگ سَرٽيفڪيٽ:** ذ.ڏراوت جو ڇنو يا رسيد.

**سيوَڻ:** م.سيوا ڪرڻ- پوڄڻ- بندگي ڪرڻ.

**سيوو:** ذ.لهوارو ٿيل هَرُ.

**سيوهَڻ:** اسم خاص. ضلعي دادو جو مشهور شهر، جتي قلندر لال شهباز جي درگاهه آهي.

**سيويون، سيئيون:** ث. ميدي مان ٺهيل سنهيون تندون، جيڪي پاڻي، گيهه، کنڊ وجهي اوٻاري طعام ٺاهجي.

**سيَه:** ص(ف) ڪارو- سياهه.

**سيَه باطن:** ص.اندر جو ڪارو.دغاباز.

**سيَه بخت:** ص.نياڳو- ڇندو.

**سيَه رُو:** ص.ڪارمنهون.دغاباز.نياڳو.

**سيَه ڪار:** ص.بد ڪار- گنگهار.

**سيَه ڪاري:** ث.بد ڪاري.

**سيهَ:** ث.ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سيهَڙُ:** ذ.سَهو- خرگوش.

**سيهو:** ص.ڏاهو- سياڻو- داناءُ.

**سيءُ:** ذ.سردي- ٿڌ.سيارو.ٺارُ.

**سيءُ ٿيڻ:** ڊپ لڳڻ- خوف ٿيڻ.ٿڌ محسوس ٿيڻ.

**سيءُ پوڻ:** ٿڌ پوڻ.سردي ٿيڻ.ٺارُ ٿيڻ.

**سيءَ سياندو:** ڏڪڻي- ڪنبڻي- ٿڙڪڻي.

**سيئڻ:** م.ٻاڦ تي رڌڻ (مڇي، پلو، پاڇي، ٻه وغيره). اوٻارڻ.

**سيئو:** ذ.پاليندڙ ۽ سانڍيندڙ مرد.

**سيئو:** ذ.سيءُ وارو (تپ).

**سيئو تَپُ:** ذ.اهو تپ، جنهن ۾ بدن ۾ ڏڪڻي ٿئي.

**سيئي:** ض.اهي ئي.



**ش:** ث. اُچار 'شين'. سنڌي 'الف- بي' او ٽٽيهون اکر. عربيءَ جو تيرهون ۽ فارسيءَ جو سورهون اکر. ابجد موجب عدد (50).

**شابُ:** ذ(ع) نوجوان- ڳڀرو- لاسڙاٽ.

**شاباسَ:** ث(ف: شادباش) جَس- آفرين. واهواهه.

**شاباسون ڏيڻ:** جسون ڏيڻ. همٿائڻ.

**شابَس:** ث.شاباس.

**شابي:** ندا. شاباس! آفرين!

**شابي شابي ڪرڻ:** وڌڻ لاءِ همٿائڻ.

**شات:** ظ.شايد- جيڪر- مبادا.

**شاٽ گن:** ث(انگ) ڇيري واري بندوق.

**شاپَ:** ث(انگ) دڪان- هَٽُ. ڪوٺي (واپار جي).

**شاپ ڪيپَر:** ذ(انگ) دڪاندار- هَٽ وارو.

**شاخَ:** ث(ف) ٽاري- لام (وڻ جي). وڏي واهه مان نڪتل واهي. وڻ پڪل ڦريون ميوو.

**شاخَ ڏيڻ:** ميويدارن (انب) ۾ ڪنهن ٻهڪ پتي جو ڇڇي وجهڻ.

**شاخون ڪڍڻ:** ٽاريون ڪڍڻ. ڳوڻچ ڪڍڻ.

**شاخ هڻڻ:** ٽاري هڻڻ. سڱي هڻڻ.

**شاخت:** ذ.گهوڙي جو هڪ سنج- ڏمچيءَ هني کي ٻڌڻ لاءِ ڪٻڙي جو ٽڪر- پُشتنگ.

**شاخدارُ:** ص.ٽارين وارو.

**شاخ در شاخ:** ص.تمام گهڻين ٽارين وارو. اُلجهيل- پيچيدو.

**شاخسار:** ص.گهڻين ٽارين وارو. (ذ) اُهو هنڌ جتي گهڻا وڻ ٻوٽا هجن.

**شاخسانو:** ذ(ف) جهڳڙو- تڪرار- نزاع.

**شاد:** ص(ف) خوش- سرهو- سکيو آسودو.

**شاداب:** ص(ف) سرسبز- آباد. خوش. تازو توانو.

**شادابي:** ث.خوشي. تازگي. ساوڪ.

**شادانُ:** ص(ف) خوش- سرهو. سکيو- آسودو.

**شادان و فَرحان:** ص.خوش باش- خوش خرم. سکيو آسودو.

**شادباش:** ص(ف) خوش خرم- سکيو آسودو.

**شادڪام:** ص(ف) ڪامياب- سوڀارو. خوشحال.

**شادڪامي:** ث.خوشي.ڪاميابي.

**شادمانُ:** ص(ف) خوش- سرهو.سکيو- آسودو.

**شادماني:** ث.خوشي- سَرهائي.سُک.آسودگي.

**شادِي:** ث(ف) خوشي.جشن.وهانءُ- پرتو.

**شادي ڏيڻ:** خوشي ڏيڻ- آرام پهچائڻ.انعام اڪرام عطا ڪرڻ.

**شادي ڪرڻ:** وهانءُ ڪرڻ- پرڻجڻ.

**شاديءَ جو سينگار:** نهايت سُهڻو گهوٽ.

**شادي خانہ آبادي:** وهانءُ ڪرڻ- گهر آباد ڪرڻ.

**شادِي مُرادي:** وهانءُ جي پوري ٿيل مُراد- پرتوءِ خوشي.

**شادي مَرگ:** ث (ف) اُهو موت جيڪو خوشيءَ وارو ٿئي. اُها خوشي جيڪا ڪنهن وڏي نقصان کان پوءِ حاصل ٿئي.نااميديءَ واري وقت ۾ حاصل ٿيل خوشي.

**شادِيانو:** ذ(ف) خوشيءَ جو واجو.خوشي جو گڏڻ.مبارڪباد.

**شاذ:** ذ(ع) وِرلو.انوکو- اتفاقي.

**شاذونادر:** ظ.بعضي- ورلي- اتفاق سان.

**شارٽ:** ص(انگ) ننڍڙو- مختصر.

**شارٽ ڪَٽ:** ذ.مختصر رستو- پنڌ کان بچڻ لاءِ وڏيءَ عام رستي بجاءِ ٿوري پنڌ وارو رستو.

**شارٽ هَنڊ:** ث.مختصر نويسي.

**شارِحُ:** (ع) شرح لکندڙ- معنيٰ وضاحت ڪندڙ.

**شارِع:** ث(ع) شاهي رستو- شاهراه.

**شارع عام:** ث.وڏو عام رستو.

**شارڪَ:** ث(انگ) تمام وڏي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**شارِڪُ:** ص(ع) شِرڪ ڪندڙ- مُشرڪ.

**شارو:** ذ.هَٿ ڏس- اشارو.

**شاستَر:** ذ (س) هندن جو مذهبي مقدس ڪتاب. قانون جو ڪتاب.مذهب جا قاعدا.

**شاستَرِي:** ص.شاستر جو ماهر- پنڊت. (ث) شاسترن جي ٻولي- سنسڪرت زبان.

**شاشوَت:** ص(س) ازلي.قديمي.سچو.

**شاطِرُ:** ص(ع) چالاڪ- هوشيار.لُڇ- عيار.شطرنج رانديگر ندڙ.

**شاعِرُ:** ذ(ع) شعر چوندڙ- ڪوي.

**شاعِرانو:** ص.شاعريءَ وارو.مبالغي وارو.

**شاعِرَه:** ث.عورت شاعر.

**شاعِرِي:** ث- شعر ٺاهڻ جو هنر- قافيه بندي- ڪويتا.

**شاغِل:** ص(ع) مشغول- رُڌل- مصروف.

**شافِعُ:** ص(ع) شفاعت ڪندڙ.سفارش ڪندڙ (ڇوٽڪاري لاءِ).

**شافع مَحشر:** ذ.حضرت نبي سڳورو (امت کي قيامت جي عذاب کان ڇڏائيندڙ).

**شافِعي:** ص.ڇوٽڪارو ڪندڙ.سفارشي.

**شافَعِي:** ذ(ع) امام شافعي جو پوئلڳ.

**شافِي:** ص(ع) شفا ڏيندڙ- صحت ڏيندڙ.قطعي- بِنهه- بلڪل.

**شافِي مُطلق:** الله تعاليٰ.

**شاقَ:** ص(ع) ناپسند.ڏکيو.مشڪل.

**شاقو:** ذ.دغا- ٺڳي.وَجهه.

**شاقو هڻڻ:** دغا ڪرڻ.ڦاسائڻ.

**شاڪُ:** ذ(انگ) لوڏو- ڌِڪو- جهٽڪو.

**شاڪِر:** ص(ع) شڪر ڪندڙ- شڪرگذار.مهرباني مڃيندڙ.

**شاڪِي:** ص(ع) شڪايت ڪندڙ.

**شاگِردُ:** ذ(ف) طالب علم- متعلم.اُستاد کان سکندڙ.سکيا وٺندڙ. ٻالڪو- پوئلڳ.

**شاگرد ڪرڻ:** علم ڏيڻ.پوئلڳ بنائڻ.

**شاگردِي:** ث.سکيا- تربيت.

**شالَ:** ندا (ع: شاءالله) جيئن الله گُهريو- خُدا ائين ڪري.الله گُهريو ته.

**شالَ:** ث(ف) پشميني جي چادر.اوني چادر (اوڍڻ لاءِ).

**شالَ دوز:** ص.شالن جي ناهپ ۽ مرمت ڪندڙ ڪاريگر.

**شالا:** ظ.شالَ- مَن- جيڪر.

**شالا:** ث(س) گهر- مڪان- جاءِ.مدرسو.

**شالُورو، سالُورو:** ذ(س: شالور) ڳاڙهي ريشم جو رَئو- پَٽ جي ڳاڙهي پوتي.

**شامِ:** ث(ف) وِچِينءَ ۽ سانجهيءَ جي وچ واري عرصو.سج لٿي جي مهل- سانجهي.پويون وقت. ڪاني ڇير جڻ کان بچڻ لاءِ لوهي ڇلو.ميت تي وجهڻ لاءِ چاڙ جو ڪپڙو.

**شام صُبح ڪرڻ:** گوٺنات ڪرڻ- بهانا بنائڻ.

**شامِ غريبان:** ث.مفلسيءَ جي شام.مصيبت جو وقت.

**شام ڪَليان:** ذ.شام جي وقت جو راڳ.هڪ سُر جو نالو.

**شام و سَحر:** ظ.صبح سانجهي- هر وقت.

**شامَت:** ث(ع) آفت.مصيبت.نياڳ- بدبختي.نحوست.

**شامت اچڻ:** مصيبت ڪڙڪڻ.نياڳ لڳڻ.

**شامَت اَعمال:** ث.ڪئي جي سزا.گناهن جي سزا.

**شامَت زَده:** ص.مصيبت جو ماريل.ڏکيا ڏينهن گذاريندڙ.

**شامَتي:** ص.نڀاڳو.منحوس.

**شامِل:** ظ(ع)مليل-گڏيل.گڏ-شريڪ.

**شامِل حال:** ظ.گڏ-مليل.مددگار.

**شامِل ڪرڻ:** گڏي ڇڏڻ-ڳنڍڻ.پاڻ سان ملائڻ-گڏائڻ-شريڪ ڪرڻ.داخل ڪرڻ.

**شامِل هُجڻ:** گڏ هجڻ-شريڪ هجڻ.

**شامِلات:** ث(ع)گهڻن ماڻهن جي گڏيل ملڪيت يا جائداد.

**شامَہ:** ث(ع)سونگهڻ جي قوت.

**شامِي:** ذ.شام مُلڪ جو رهاڪو.

**شامِي ڪَبابُ:** ذ.قيمي ۽ مصالحي جي تريل ٽڪي.

**شاميانو:** ذ(ف)سائبان-تنبو-خيمو.

**شانُ:** ذ(ع)عظمت-وڏائي.عزت-مانُ.دٻدٻو.حشمت-رعب. قدرت.انداز-نمونو.درجو-رتبو.

**شانِ الاهي:** خدا جي قدرت-خدا جو شان.

**شان ڏيکارڻ:** دٻدٻو ڏيکارڻ.طاقت ڏيکارڻ.

**شان وڃڻ:** عزت ۾ فرق اچڻ-گهٽتائي ٿيڻ.

**شانائتو:** ص-شان وارو-مان وارو.معزز.

**شاندارُ:** ص.رتبي وارو-اعلي-بلند.شان وارو.

**شان شَوڪَت:** ث.رعب تاب-دٻدٻو.ٺٺ.

**شانُ مانُ:** ذ.عزت ۽ وقار.مرتبو ۽ دٻدٻو.

**شانِ نُزول:** ذ.ڪنهن قرآني آيت جي لهڻ جو موقعو.

**شانِي:** ص.شان وارو-شانائتو.

**شانَہ:** ذ(ف)ڪلهو.دوش.ڪلهي وارو هڏو.ڦڻي.

**شانہ بہ شانہ:** ظ.ڪلهي ڪلهي ۾ ملائي.

**شانِت:** ص.ماٺيتو-سانتيڪو-ڌيرج وان.

**شانِتي:** ث.ماٺ-چُپ.ٺاپر.امن امان.

**شاند:** ث.اشارو-اُهڃ-سيڃ.

**شانگول:** ص.ڊگهو-قد آور.ڏاگهو.

**شانِي شريڪ:** ذ.همعصر.جوڙ جيس.

**شاهَہ:** ذ(ف)بادشاه.حاڪم.سيد جو لقب.(ص)وڏو.

**شاهانہ:** ص.بادشاهي-سلطاني.

**شاهِ اُمَم:** ذ.اُمتن جو بادشاه-نبي سڳوري ﷺ جو لقب.

**شاهاڻو:** ص.شاه وارو.بادشاهي.(ث.شاهاڻي)

**شاهاڻي ٽور هلڻ:** آهستي ۽ ناز نخري سان وک کڻڻ.

**شاهُ بلُوط:** ذ.وڏي قد واري وڻ جو هڪ قسم-ديال.

**شاهِ بندرُ:** ذ.بندرگاه جو شاه (وڏو آفيسر).(اسم خاص) سنڌ جو هڪ سامونڊي ڪناري وارو شهر.

**شاهتُرو:** ذ.هڪ گل جو قسم (وکر).

**شاهِ جوڳ:** ص.ناموس جهڙو-سپتيو-معتبر.

**شاهِ خانَم:** ث.وڏ گهراڻي عورت.متڪبر عورت.

**شاهد:** ص(ع)شاهدي ڏيندڙ-گواه.سهڻو-حسين.محبوب.

**شاهدانو:** ذ.وڏو موتي.تسبيح جو وڏو دانو.ليار (وڻ) جو ڳاڙهو دانو.

**شاهدي:** ث.گواهي.

**شاهراه:** ث(ف)وڏو رستو-عام رستو.

**شاهزادو:** ص(ف)بادشاه جو پٽ.(ث.شهزادي).

**شاهِ شاهوڪاري:** ظ.کليو ڪلايو-دينا داستي-ظاهر ظهور-پڌري پٽ.

**شاهِ شريان:** ث(ف)وڏي رڳ-شهرڳ (جسم جي سيني رڳن کان وڏي رڳ.جيڪا سڄي بدن کي رت پهچائي).

**شاهڪارُ:** ذ(ف) وڏو ڪم.عجيب ڪم-نرالو ڪم. مثالي ڪم.

**شاهِ مَرد:** ذ.شاهي خاندان جو-وڏگهراڻو.

**شاهِ مَردان:** وڏن گهراڻن جو بادشاه-حضرت علي ع جو لقب.

**شاهنامو:** اسم خاص(ف)بادشاهن جي احوال بابت فردوسي ۽ جو لکيل منظوم ڪتاب.

**شاهنشاه:** ذ(ف)وڏو بادشاه-سلطان.

**شاهنشاهي:** ث.سلطنت-بادشاهي.

**شاهِ نشين:** ث.وڏي جاءِ.بادشاهن جي ويهڻ جي جاءِ.

**شاهِلَ:** ث.رازڪي ڪم جو هڪ اوزار (اوساري ۽ جي سڌائي ڏسڻ لاءِ ڏور).(اسم خاص) عورت جو نالو.

**شاهو:** ذ.محصول وغيره جي حساب رکڻ جو ڪتاب.فريب-ٺڳي-مڪاري.

**شاهو ڏيڻ:** ورغلائڻ.ڳلئو ٻڌڻ-چاڙها ڏيڻ.

**شاهُو:** ص.شاهوڪار-دولتمند.(اسم خاص)ماڻهوءَ جو نالو.

**شاهوڙ:** ص.تمام وڏو-شاهي.

**شاهُوڪار:** ص(ف)گهڻي ملڪيت وارو-دولتمند-تونگر.

**شاهوڪاري**: ث.دولمندي-تونگري.

**شاهه وَنگ**: ذ.دروازي مٿان وڏي محرابدار ڪمان.

**شاهي**: ث(ف) بادشاهي.(ص) وڏو-تمام وڏو.

**شاهي هڻڻ**: وڏو بدمعاش هڻڻ.

**شاهِينُ**: ذ(ف) هڪ قسم جو شڪاري پکي-باز.

**شاهينگُ**: ص.دلبو ڏيئي ڦريندڙ-نڳ.

**شائبہ**: ذ(ع) ملاوت-کوٽ.ميرُ.شڪ-گمان.

**شائِستگِي**: ث (ف) قابليت. لياقت. مناسبت. تهذيب- فضيلت. ماڻهپو-اخلاق.

**شائِستہ**: ص (ف) لائق- موزون. فضيلت وارو. سلڇڻو. اخلاق وارو.مناسب- سُهائيندو.(اسم خاص) عورت جو نالو.

**شائقُ**: ص(ع) شوق رکندڙ.سڌڙيو.چاهيندڙ- طالبو-گهورو.

**شائقِين**: ص."شائق" جو جمع.

**شايان**: ظ(ف) لائق- قابل.موزون- مناسب.

**شايانِ شان**: ظ.مانُ مرتبي مطابق.

**شايد**: ظ(ف) ممڪن آهي- غالباً- متان.

**شايع**: ص(ع) پکڙيل- مشهور.ظاهر- پڌرو.ڇپيل.

**شايع ڪرڻ**: ڇپڻ.مشهور ڪرڻ.جاري ڪرڻ.

**شَب**: ث(ف) رات-ليل.

**شَبُ**: ذ.لڪ-ڳجهه.

**شَب ۾ رکڻ**: راز ۾ رکڻ- لڪ ۾ رکڻ.

**شَبابُ**: ذ(ع) جواني.اوج جو زمانو- عروج.

**شَبانُ**: ذ(ع) ڏنار- ڍڳن جو راکو.

**شبانہ**: ص.رات جو- رات وارو.(اسم خاص) عورت جو نالو.

**شَباهت**: ث(ع) هڪجهڙائي.روپ- شڪل- ڍيل.نمونو.

**شبَ باشي**: ث.رات جو قيام- رات رهڻ.

**شَب بَخير**: جملو (ف) رات جو موڪلائڻ وقت دعائيہ جملو. تہ "رات خير سان گذري".

**شَب برات**: اسم خاص (ف) شعبان جي پندرهين تاريخ (مسلمانن جي عقيدي موجب انهيءَ رات عمر جو حساب ۽ رزق جي تقسيم ٿئي ٿي.سنڌ ۾ ان رات سيرو ماني ۽ آتشبازي ڪندا آهن.)

**شَب بيداري**: ث(ف) رات جو جاڳڻ (عبادت وغيره لاءِ).

**شب تاب**: ذ(ف) رات جي روشني.چنڊ.ڏيو.ڪڙڪيٽو.

**شب تار**: ث.اونداهي رات- ڪاري رات.

**شب خوابي**: ث.رات جو سمهڻ جي حالت.رات جو سمهڻ وقت پاتل پوشاڪ.

**شَب خُون**: ذ(ف) رات جو حملو- راتاهو.

**شَب خيز**: ص(ف) رات جاڳندڙ.عبادت گذار.

**شَب خيزي**: ث.رات جو اوجاڳو.

**شَبد**: ذ(س) آواز.ٻولي جو گرامر.لفظ.ٻول.نالو.دعا.

**شبد چيد**: ذ.شعر جي ترڪيب.

**شبد ساڌن**: ذ.لفظن جو بنياد- اشتقاق.

**شبد ڪوشُ**: ذ.لغت- فرهنگ.

**شَب ديجور**: ث(ف) اونداهي رات.

**شب روز**: ذ(ف) رات ڏينهن.هر وقت.

**شَبستان**: ذ(ف) رات رهڻ واري جاءِ- خلوتگاهہ.

**شَب ظُلمات**: ث(ف) سخت اونداهي رات.

**شَب قدرُ**: ث (ف) ماهہ رمضان جي ستاويهين رات (جيڪا ڀلاري رات سمجهي ويندي آهي).

**شَبڪو**: ذ.سون تي ڪر جو ڪم.

**شَبڪُور**: ص(ف) رات جو نہ ڏسندڙ.

**شَبڪُوري**: ث(ف) اکين جي هڪ بيماري (جنهن ۾ رات جو نظر نہ پوي).

**شَبڪيدار**: ص.ڇهڇٽي وارو.وتندڙ.

**شب گُون**: ذ(ف) رات جي رنگ وارو- ڪارو.

**شبَ معراج**: اسم خاص (ف) نبي سڳوري جي معراج جي رات (رجب مهيني جي 27 رات).

**شب وصالُ**: ث.معشوق سان ملڻ واري رات. سهاڳ رات. اها رات جنهن ۾ ڪنهن عارف بالله جو لاڏاڻو ٿيو هجي.

**شَبنَم**: ث(ف) ماڪَ.

**شَبنمي**: ذ.ڪپڙي جو هڪ قسم.

**شَبُو**: ذ(ف) هڪ قسم جو گل- ٽيوب روز.

**شُبهو**: ذ(ع) شڪ-گمان.

**شُبهو ڪرڻ**: بدگماني ڪرڻ- شڪ آڻڻ.

**شَبير**: ذ.نيڪ- چڱو.(اسم خاص) ماڻهوءَ جو نالو.

**شَبينو**: ذ (ف) رمضان شريف جي هڪ رات ۾ تراويح ۾ قرآن جو ختمو ڪرڻ.

**شَبِيهہ**: ث(ع) هڪجهڙائي.شڪل- صورت.ڊول.

**شُڀ**: ذ(س) سٺو- سعيد.سهڻو- وتندڙ.شاندار.روشن- چمڪندڙ.

**شِتاب**: ظ(ف) جلد- فوراً- يڪدم- جهٽ پٽ.

**شتابي:** ث.جلدي-تيزي-تکڙ.

**شَتاهَ:** ث.چالاڪ عورت.

**شُتر:** ذ(ف)اُٺ- ڪَرهو.

**شُتربانُ:** ذ.اوٺي- جَتُ.

**شُتر بي مَهار:** بي لغام اُٺ. ڇڙواڳ- آزاد.

**شُتر سوار:** ص.اُٺ سوار-اوٺي.

**شُترڪينو:** ذ.اُٺ وارو ويرُ.دائمي بغض- پڪي دشمني.

**شُترمُرغ:** ذ. هڪ تمام وڏو پکي (جنهن جا پير اُٺ جهڙا ٿين، اڏامي نـسگهي).

**شُترنال:** ث.هڪ قسم جي ننڍي توپ (اُٺ جي پٺيءَ تي رکجي).

**شَترو:** ص(سن) دشمن- ويري- ڏچڻ.

**شُترو:** ص.اُٺ جهڙو.بيحيا.بي ديدو.

**شتڪو:** ذ.گهٽي اچ وڃ- ڊوڙڊڪ.

**شَپ:** ص(ف) جلد- جهٽ- يڪدم- شتاب.

**شِپ:** ث(انگ) ٻيڙي- بحري جهاز.

**شِپ يارڊ:** ث.بحري جهازن ٺهڻ جو هنڌ- گودي.

**شَپ شَپ:** ث.پاڻيءَ ۾ هلڻ يا زورسان مينهن وسڻ جو آواز.

**شَپڪو:** ذ.زورسان ڪرڻ يا لڳڻ جو زوردار آواز- ٺڪو- ٺهڪو.

**شَپڻ:** م.ٽپڻ-ناهڻ.

**شُجاع:** ص(ع) بهادر- سورهيه- دلير.

**شُجاعَتَ:** ث(ع) بهادري- سورهيائي- دليري.

**شَجَر:** ذ(ع) وڻ- درخت.

**شُجراه:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**شُجرو:** ذ (ع: شجره) نسب نامو (عموماً پيڙهيءَ جو سلسلو وڻ وانگر نقش ڪيو ويندو آهي).

**شجره نسب:** ذ.پيڙهيءَ جو سلسلو.

**شَخصُ:** ذ(ع) ماڻهو- آدمي- فرد.

**شَخصِي:** ص.ذاتي- پنهنجو.

**شَخصِي حڪومت:** ث.فردواحد جي حاڪميت- آمريت- آپيشاهي.

**شَخصِي حيثيت:** ذاتي وسعت- پنهنجي پهچ.

**شَخصيَتَ:** ث(ع) ماڻهپو- انسانيت.ماڻهوءَ جي خاص خوبي.

**شَخصيت پَرستِي:** ماڻهوءَ جي خوبين سبب بيحد عزت ڪرڻ. ڪنهن شخص تي انڌو اعتماد.

**شَد:** ث (ع) هڪ اکر جو ٻِٽو اُچار (مثلاً: حَقو، شداد وغيره). ڪنهن اکر جي ٻِٽي اُچار ڏيکارڻ لاءِ شد جي نشاني.(ّ)

**شُد:** ذ.نج- صفا- شُڌ.

**شداد:** اسم خاص. خدائيءَ دعوي ڪندڙ هڪ مشهور ڪافر جو نالو (جنهن بهشت ٺهرايو هو).

**شُدائڻ:** م.ريهڻ- ريبڻ.ڌتارڻ.بگيڙڻ.

**شِدَتَ:** (ع) سختي. تڪليف. تيزي. ڏاڍائي. زور. غلبو. ضد.- تيسو.دشمني.

**شدِتي:** ص.هوڏي- ضدي.تيسر.دشمني ڪندڙ.

**شدتي شيطان:** ص.زيادتي ڪندڙ.ضدي.

**شُدَني:** ظ(ف) ٿيڻ جهڙو- مُمڪن.

**شدو:** ذ(ع:شده) ضد- هوڏ.

**شدو بِدڻ:** هوڏ ڪرڻ- ضد ڪرڻ.

**شَد و مَد:** ذ(ع) سختي- تيزي.تاڪيد روان پڙهڻ ۾ زورءِ چئڻ.

**شدو مُدو:** ذ.ضد- سختي.ريڙهه پيڙهه.

**شَديد:** ص(ع) ڏکيو- مشڪل.سخت- ڏاڍو.زوروارو.ڳرو.

**شُدَ:** ص(سن) پاڪ- پوتر.خالص- نج.صاف.

**شُدي:** ث.پاڪائي- صفائي.برابري.

**شُدي بنائڻ:** پاڪ ڪرڻ.غيرهندوکي هندو بنائڻ.

**شَرُ:** ذ(ع) بَدي- خرابي- بُڇڙائي.فساد- ڏقير.

**شَر اَنگيز:** ص.فسادي- فتني باز.

**شر شور:** ذ.گوڙ گهمسان- شرو.

**شِرُ:** ذ(ع) جِنُ- ڀُوت.شرارت.فتنو.

**شر قاڙڻ:** ڳُجهه ظاهر ڪرڻ.اجايون ڳالهيون ڪرڻ.

**شرُ ڪَڍائڻ:** شرارت ڪرڻ.شيطانگيري جهڙا ڪم ڪرڻ.

**شَرابُ:** ذ(ع) مَڌ- مَي- دارون.

**شراب پَنو:** ذ. خمار- نشو- مَئي مستي.

**شَرابخانو:** ذ.شراب وڪامڻ يا پيئڻ وارو دڪان- مَيخانو.

**شراب خور:** ص.شراب پيئندڙ- شرابي- مَيخوار.

**شرابِ طَهُورا:** ذ.پاڪ ۽ صاف شربت.جيڪو بهشت ۾ ملندو.

**شراب نوشِي:** ث.شراب پيئڻ- مَيخواري.

**شَرابي:** ص.شراب پيئندڙ- مَي نوش.

**شَرابُور:** ص(ع) پُسيل- پِنل.شَل (پگهر ۾).

**شراڌَ:** ذ (سن) هندو قوم ۾ هڪ رسم- مئل عزيزن جي ياد ۾ ڪيل خيرات.

**شَرار:** ذ(ع) باھ جي چڻي-اُلو. چڻنگ- شرر.

**شرارَت:** ٿ(ع) حرڪت-لُچائي.بدمعاشي.ڪؤنس.

**شرارتي:** ص.لُچو-حرڪتي.خبيث.

**شَراف:** ص.شريف-اشراف.

**شَرافت:** ٿ(ع) ڀلمانسي-چڱمڙسي.خانداني بزرگي.

**شرافت سان پيش اچڻ:** شريفن وارو ورتاءُ ڪرڻ- عزت ۽ محبت سان ڳالهائڻ.

**شَراڪَت:** ٿ(ع:شِراڪت) ڀائيواري-حصيداري.مانٽي ۾ گڏيل.

**شراڪت ڪرڻ:** ڀائيواري ڳنڍڻ.شريڪ ٿيڻ-گڏجڻ.

**شَراڪَت نامو:** ذ.ڀائيواري بابت لکت ۾ اقرار نامو.ڀائيواريءَ جي شرطن جي لکت.

**شَراڪَتي:** ٿ.ڀائيواري-حصيداري.مانٽي (ص) ڀائيوار-شريڪ.

**شَرائطَ:** ذ(ع) "شرط" جو جمع.

**شَربَتُ:** ذ (ع) ڦِڪل کنڊ يا مصريءَ وارو مٺو پاڻي (جنهن ۾ خوشبوءِ يا ميوي جو رس پيل هجي).

**شربت پيارڻ:** مٺو پاڻي پيارڻ- خوشيءَ جي موقعي تي وات مٺو ڪرائڻ.

**شربَتي:** ص.مٺاڻ وارو-مٺو-لذيذ.رنگ جو هڪ قسم.

**شَرتَ:** ٿ.فريب-ٺڳي-دغا.

**شُرتي:** ذ(سن) الهامي قانون.

**شرجڻ:** م.ڪاوڙجڻ-ڏمرجڻ.چڙڻ.

**شَرح:** ٿ(ع) سمجهاڻي.وضاحت.بيان.تفسير.اگهه-نرخ.

**شَرح ڪرڻ:** تفصيل سان بيان ڪرڻ.معني ڪرڻ.کولي سمجهائڻ.

**شَرح لکڻ:** سفارش لکڻ-تصديق ڪرڻ.وضاحت لکڻ.

**شَرحي:** ص.ضامن جوڳو (وارنٽ).

**شَردا:** ٿ(سن) يقين-ايمان.ويساھ.اعتقاد.

**شَردالُو:** ص.ايمان رکندڙ.ويساھ آڻيندڙ.

**شَررُ:** ذ(ع) چڻنگ-اُلو.

**شُرڙ:** ص.شراتي-لُچ.ويڙهو.

**شَرڙاٽُ:** ذ.زور سان نڪرندڙ آواز.هُل-گوڙ.پڙاڏو.

**شرڙُ ورڙُ:** ذ.اجايون ڳالهيون.بيهوديون آکاڻيون.

**شَرطَ:** ٿ(ع) هوڏ-بازي.شرطيه مقابلو.

**شَرط ٻڌڻ، رکڻ:** بازي لڳائڻ.مقابلو ڪرڻ.

**شَرطِي:** ص.بازيءَ جو-شرط وارو.

**شَرطُ:** ذ(ع) انجام-قول.اقرار.قاعدي جي پابندي.

**شرطُ مارڻ:** انجام تان ڦري وڃڻ.

**شَرطاڪي:** ص.دغاباز-ٺڳ-ڪپٽيو.

**شَرطيه:** ظ-شرط سان-قول سان.قاعدي سان.معاهدي موجب.

**شَرعَ:** ٿ(ع) رستو.خدا تعاليٰ جي بندن لاءِ مقرر ڪيل راھ.مذهب.قانون محمدي-شريعت.

**شَرع ۾ شرم نه ڪرڻ:** جائز ڪم ۾ حجاب نه ڪرڻ.

**شَرعاً:** ظ.شرع موجب.محمدي قانون مطابق.

**شَرع مُحمدي:** ٿ.اسلام جو قانون.

**شَرعي:** ص.شريعت تي هلندڙ.اسلامي قانون موجب.

**شَرفُ:** ذ(ع) فوقيت-ترجيح.بزرگي.اشرافت.شان-مانُ.

**شَرف خدمَت:** ذ.خدمت ۾ حاضريءَ جو فخر.

**شرف ڏيڻ:** عزت ڪرڻ-مانُ ڏيڻ.ترجيح ڏيڻ.

**شرف هجڻ:** بزرگي يا فخر حاصل ٿيڻ-عزت ملڻ.

**شُرفا:** ذ(ع) "شريف" جو جمع.

**شَرفياب:** ص.عزت وارو-معزز.عزت حاصل ڪيل.

**شَرقُ:** ذ(ع) اُڀرندو-پُورب.

**شَرق و جَنوبُ:** ذ.الهندو اُڀرندو.

**شَرقي:** ص.اُڀرندي جو-اوڀر وارو.

**شَرقي زبان:** ٿ.اوڀر وارن ملڪن جي ماڻهن جي ٻولي (عربي.فارسي.چيني.سنڌي.سنسڪرت وغيره).

**شرڪُ:** ذ(ع) خدا سان ٻيو گڏڻ-ٻيائي-دوئي.

**شرڪ جو ورق وارڻ:** خدا جي وحدانيت تي ثابت قدم رهڻ.

**شرڪ خَفي:** ذ.ڳجهو شرڪ-مطلبن جي پورائيءَ لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ کي وسيلو بڻائڻ.

**شرڪ شَڪ:** حق جي هيڪڙائيءَ ۾ گمان ڪرڻ.

**شُرڪاءُ:** ذ(ع) "شريڪ" جو جمع.

**شرڪَتَ:** ٿ(ع) شموليت.ساٿ ۾ گڏجڻ.گڏ جاٽي.ڀائيواري.

**شرڪت گاھ:** ذ.گڏجاڻيءَ جو هنڌ-مجلس جو مقام-شريڪ ٿيڻ جي جاءِ.

**شُرڳو:** ص.ڀٽڙو-پاڻيءَ جهڙو-ڪنگهو.بيسواد.

**شَرمُ:** ذ (ف) حياءُ-لڄ-ڦڪائي. حجاب. پشيماني- پڇتاءُ-ندامت.غيرت.لحاظ-مرم.

**شرم اچڻ:** حياءُ ٿيڻ-لڄ ٿيڻ.

**شرم پرچائڻ:** ڦڪ ٿي وندرائڻ.شرمندو ٿيڻ.

**شرم جي مُورت:** ث. حياءَ سان ڀريل مُنهن- حياءُ وارو- پاڪدامن.

**شرم حضوري:** ذ. اکين جو شرم- مُنهن سامهون لحاظ.

**شرم رکڻ:** عزت رکڻ- لحاظ رکڻ.

**شرم ڪرڻ:** لڄ ڪرڻ- حياءُ ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

**شرم کي اگهڙيون وجهڻ:** شرمساريءَ جهڙي ڪم کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ- شرم پرچائڻ.

**شرم ۾ خيانت ڪرڻ:** پرائي عورت سان زبردستي ڪرڻ.

**شَرما شَرمي:** ث. لحاظ- مروت.

**شَرمائڻ، شرمائجڻ:** م. شرمسار ٿيڻ. ڦِڪو ٿيڻ- لڄ اچڻ.

**شَرمائُو:** ص. حيادار- شرميلو- لڄارو.

**شَرم ٻُوٽِي:** ث. هڪ قسم جو ٻُوٽو (جنهن کي هٿ لائڻ سان پَن ڪومائجي وڃن)- لاجونتي.

**شَرمسار:** ص(ف) ڦِڪو- لڄي- شرمندو.

**شَرمساري:** ث. ڦِڪائي- لڄ. ندامت- پڇتاءُ.

**شَرم شيڪو:** ذ. شوخي- شوخائي.

**شَرمگاه:** ذ. مرد خواهزال جي اوگهڙ.

**شَرمناڪ:** ص(ف) حياءُ جهڙو- نفرت جوڳو.

**شَرمندگِي:** ث(ف) شرم- لڄ. پشيماني- پڇتاءُ.

**شَرمِندو:** ص(ف: شرمنده) ڦِڪو- لڄي- شرمسار.

**شرمِنده احسان:** ممنون- احسانمند.

**شَرمِي:** ص. شرم وارو- حيا وارو- لڄ جو.

**شرميلو:** ص. لڄارو. محبوب.

**شرم:** ذ. ڄار- ڦندو. سخت پورهيو- پتوڙ. ٿڪ- ماندگي. ويم جا سُور.

**شَرَنْ:** ذ(سن) بچاءُ- اجهو- اوٽ- پناه.

**شَرَن پوڻ:** اَجهي ۾ اچڻ- سام پوڻ.

**شَرناءِ:** ث(ف: سُرنا) ڦوڪ سان وڄائڻ جو هڪ ساز- شرنائي.

**شَرنائي نَواز:** ص. شرنائي وڄائيندڙ- شَرنايو.

**شَرنايو:** ص. شرنائي وڄائيندڙ- لنگهو.

**شَرو:** ذ. گوڙ- هُل- شور. فساد- جهڳڙو.

**شَرو شُمار نہ هجڻ:** حد کان زياده هجڻ- تمام گهڻو هجڻ.

**شروتا:** ص(سن) ٻُڌندڙ- ٻُڌندڙ- سامع.

**شُروط:** ذ(ع) "شرط" جو جمع.

**شُروع:** ذ(ع) ابتدا- آغاز- مُنڍ. (ص) هلندڙ- چالُو- رائج.

**شُروع ڪرڻ:** ابتدا ڪرڻ- آغاز ڪرڻ.

**شروع کان:** ظ. اول کان- منڍ کان. ابتدائي.

**شُروع هئڻ:** آغاز هجڻ- ابتدا هجڻ. جاري هئڻ- چالو هئڻ.

**شُروعات:** ث(ع) "شروع" جو جمع. ابتدا- مُنڍ- آغاز.

**شري:** ذ(سن) لقب طور ڪم ايندڙ لفظ- جناب- مِسٽر.

**شريان:** ث(ع) سَنهي رڳ. نار- نبض.

**شَرِيرُ:** ص(ع) حرڪتي- لُچ- مستي خور. بد چال- بدمعاش. فسادي.

**شَرِيعَت:** ث(ع) مذهبي قانون. قانون. طريقو.

**شريعتي:** ص. شريعت وارو- شرعي.

**شَرِيفُ:** ص(ع) ڀلو ماڻهو. بزرگ. وڏگهراڻو- خانداني. مقدس. پاڪ.

**شَرِيف زادو:** ص. اشراف جو پٽ- مهذب- ڀلمانس.

**شَرِيفہ:** ث. شريف عورت- عزت واري عورت.

**شريفان:** اسم خاص. سنڌ ۾ عورت جو نالو.

**شَرِيڪُ:** ص(ع) حصيدار- ڀائيوار. شامل- مليل- گڏيل. ساٿي- رفيق. عزيز- مائٽ.

**شَرِيڪ حال:** ڏک سک جو ساٿي- حال ڀائي.

**شَرِيڪ ڪرڻ:** شامل ڪرڻ. ڀائيوار ڪرڻ. ملائڻ- گڏائڻ.

**شَرِيڪاڻو:** ص. ڀائيواريءَ جو. مائٽي مِٽيءَ جو.

**شريڪاڻو ڦوڪو ڪڍڻ:** مائٽن يا دوستن جو احسان يا ٿورو ڪڍڻ.

**شَرِيڪَت:** ث. عزازت- پنهنجائپ. برادري.

**شَرِيڪي:** ث. شراڪت- ڀائيواري. نسبت- لاڳاپو. مائٽي- عزازت. برابري- هڪجهڙائي.

**شُڙٻو:** ذ. پتڙي شيءِ (رٻ وغيره) کي پيئڻ جو آواز.

**شستَ:** ث(ف) نشانو- سڌائي- چِست.

**شست ٻَڌَڻ:** نشانو ٻڌڻ- چِست ٻڌڻ.

**شُستَ:** ص(ف: شُستَہ) صاف. بناهڪ وارو ڳالهاءُ.

**شُستر:** ذ(سن) هٿيار- اسلحو.

**شُستر ڌاري:** ص. هٿيار بند- مسلح.

**شُستر شالا:** ث. باروت خانو- توبخانو.

**شُستَر هِين:** ص. بي هٿيار- هٿين خالي- غير مسلح.

**شُستَگِي:** ث(ف) صفائي. ٻوليءَ جي سلاست.

**شُستَہ:** ص(ف) صاف. سليس (ٻولي).

**شَش:** ص(ف) ڇهہ (عدد).

**شش پَهلُو:** ص. ڇهہ ڪُنڊو.

**شش جِهَت:** ڇهہ طرف (اُتر، ڏکڻ، الهندو، اُڀرندو، هيٺ، مٿي).

( ظ ) هرهنڌ. هر طرف.
**شَش پنج:** ث ( ف ) سوچ ويچار - ڳڻتي. ٻڏتر.
**شَش پنج ۾ هئڻ:** سخت مونجهه ۾ هئڻ.
**شش دانگ:** ذ ( ف ) ڇهه پاسا. سڄي دنيا.
**شَش:** ذ ( سن ) شاگرد - چيلو - مُريد.
**شُش:** ص. بيوقوف - ٻوڪ - بي عقل.
**شَشدَر:** ص ( ف ) ڇهن پاسن واري ماڳ تي بيٺل. حيران - وائڙو. منڌل.
**شُشڪارَ:** ث. جانورکي سڏڻ لاءِ آواز - ڇڇڪار.
**شُشڪار ڪرڻ:** ٻَچ ڪرڻ.
**شَشماهي:** ث ( ف ) ڇهه مهينا. ڇهن مهينن جو - ڇماهي.
**ششي قمري:** ص. سجءِ چنڊ جو. دولابي - ڪُپتيو - خيانتي.
**شَطَرنجَ:** ث ( ف ) هڪ قسم جي راند ( جيڪ چوهٺ خانن واي تختيءَ تي ٻن رنگن وارن ٻٽيهن مُهرن سان کيڏ جي ).
**شَطَرنج بازَ:** ص. شطرنج کيڏندڙ - شاطر.
**شَطرنج بازي:** ث. شطرنج راند ڪرڻ جي حالت.
**شَطرنج پکيڙڻ:** وڏو منصوبو ٺاهڻ.
**شَطرنجي:** ث. فراسيءَ جو هڪ قسم.
**شعار:** ذ(ع) چال - هلت - طريقو. عادت.
**شُعاعُ:** ذ(ع) ڪِرڻو ( صبح جو ). روشني - چمڪو. تجلو.
**شُعاع ريزي:** ث. روشني وجهڻ وارو عمل - ڪِرڻا وجهڻ.
**شَعبانُ:** ذ(ع) هجريءَ سال جو ٺون مهينو.
**شُعَبدَه:** ذ ( ف ) جادو يا نظربنديءَ وارو ڪرتب. نظربندي. فريب - دوکو - ٺڳي.
**شُعبده باز:** ص. هٿ ناٽ ڪندڙ. مداري. ٺگ.
**شُعبده بازي:** ث. جادو جا ڪرتب. نظربندي. فريب - مڪاري.
**شُعبده گر:** ص. بازيگر.
**شُعبو:** ذ(ع؛ شعب ) شاخ - حصو.
**شَعر، شِعر:** ذ ( ع ) بيت. ٻن مصرعن جو بيت. سخن. ڪلام. نظم.
**شعر خواني:** ث. شعر پڙهڻ جي حالت.
**شعر گوئي:** ث. شاعري.
**شَعر و شاعري:** ڪلام چوڻ - شعرگوئي.
**شُعراء:** ذ(ع) "شاعر" جو جمع.
**شُعلو:** ذ(ع؛ شعل ) چيِي - لهس. باهه جي لاٽ.
**شُعله افشان:** ص. باهه وسائيندڙ - چيِيون ڪيندڙ.
**شُعله خُو:** ص. تيزمزاج - بدمزاج.
**شعله رُخ، شعله رُو:** ص. سهڻو - حسين - خوبصورت.
**شعله زبان:** ص. تقرير يا گفتگوءَ سان پڙ ڪائيندڙ.
**شُعُور، شَعُورُ:** ذ ( ع ) سمجهه - عقل. دانائي. لياقت - اهليت. سيتو.
**شُعَيب:** اسم خاص ( ع ) هڪ پيغمبر جو نالو. ماتهوءَ جو نالو.
**شغالُ:** ذ ( ف ) گدڙ.
**شَغَفُ:** ذ ( ع ) تمام گهڻي محبت يا چاهه. چاهت. وندر.
**شُغل:** ذ ( ع ) ڪم - ڌنڌو - پورهيو. وندر - تفريح. مولودن جي محفل.
**شُغل شاديون:** شاديءَ جون خوشيون - ڳائڻ وڄائڻ.
**شُغل ڪرڻ:** وندر ڪرڻ. مشغولي ڪرڻ. ڪم ڌنڌو ڪرڻ.
**شَفا، شِفا:** ث ( ع؛ شِفا ) صحت - تندرستي. بيماريءَ مان صحتيابي. علاج - دوا.
**شَفا ڏيڻ:** تندرستي عطا ڪرڻ - صحت بخشڻ.
**شَفاخانو:** ذ. اسپتال - مطب. دواخانو.
**شَفاياب:** ص ( ف ) چڱو ڀلو - تندرست. بيماريءَ مان اٿيل.
**شفايابي:** ث. چڱڀلائي - صحتيابي.
**شَفاعَت:** ث ( ع ) گناهن جي معافي لاءِ سفارش. ڇوٽڪارو - نجات. بيماريءَ مان نجات.
**شفاف:** ص( ع ) نهايت صاف. آرپار ڏسجندڙ ( شيشو وغيره ).
**شَفافي:** ص. صاف ٿيل. نرمل - ٻکندڙ.
**شَفتالُو:** ذ ( ف ) هڪ قسم جو ميوو ( بادام جو قسم. ذائقو ڪٽو مٺوٽڻي ).
**شفٽ:** ث ( انگ ) ڊيوٽيءَ جي بدلي ( مزدور جي ). تبديل ڪرڻ جو عمل.
**شُفعه:** ذ ( ع ) پاڙي جو حق - حق شفعه.
**شُفعي:** ص. پاڙي جو حق ادا ڪندڙ.
**شَفَق:** ( ع ) شام جو افق تي ٿيندڙ ڳاڙهاڻ.
**شَفقَت:** ث ( ع ) مهرباني. محبت - الفت. ڪرم - ٻاجهه.
**شَفقَت جو هٿ رکڻ:** سرپرستي ڪرڻ. مهربانيءَ سان پيش اچڻ. مهر جي نظر ڪرڻ.
**شَفويَه:** ذ ( ع ) علم نحو موجب چپن مان نڪرندڙ آواز وارا اکر ( ب. ف. م. و ).
**شَفيع:** ص ( ع ) شفاعت ڪندڙ. گناهن کان ڇوٽڪاري جي سفارش ڪندڙ.
**شَفيع الاُمَم، شفيع الوريٰ:** ذ. نبي سڳوري جو لقب - اُمت جي شفاعت ڪندڙ.
**شَفيع مَحشر:** ذ. قيامت جي ڏينهن سفارش ڪندڙ ( نبي سڳورو ).

**شَفيع مُحمد:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو.

**شَفيقُ:** ص(ع) مهربان. غمخوار- همدرد. ٻاجهارو.

**شَقُ:** ص(ع) چيريل- ڦاٽل. (ذ) شگاف- چير.

**شَق ٿيڻ:** ڦاٽڻ- چيرجڻ.

**شَقُ القمر:** ذ. چنڊ جو چيرجڻ. نبي سڳوري جو آڱر جي اشاري سان چنڊ کي چيرڻ وارو معجزو.

**شق:** ث(ع) حصو- ڀاڱو. تحرير جو ٽڪرو- پئرا. قانون جو فقرو.

**شَقاوَت:** ث(ع) نياڻپ- بدختي. بيرحمي.

**شَقي:** ص(ع) نياڳو. ظالم- بيرحم.

**شَقيُ القَلب:** ذ. ظالم- بيرحم.

**شَڪُ:** ذ(ع) گمان- شبهو. وهم. انديشو. ڊپ.

**شَڪائتو:** ص. شڪ جهڙو- شڪ وارو- گماني.

**شَڪ پوڻ:** وهم پوڻ- گمان ٿيڻ.

**شڪ رفع ڪرڻ:** وهم وڃائڻ- گمان مٽڻ.

**شَڪُ شُبهو:** ذ. وهم گمان. انديشو.

**شَڪ ڪڍڻ:** وهم ڪڍڻ- گمان ختم ڪرڻ.

**شَڪ گُمان:** وِسوِسو. ٻيائي.

**شِڪارُ:** ذ (ع) جانور کي مارڻ. صيد- آهيڙو. کڻڻ لاءِ ڦاسايل جانور وغيره. لٽَ. لٽَ جو مال. مفت جو مال.

**شڪار ٿيڻ:** ڪنهن جانور جو مرجي وڃڻ. دام ۾ ڦاسڻ. عاشق ٿيڻ.

**شڪار ڪرڻ:** جانور کي مارڻ. حلال ڪرڻ. لُٽڻ- ڦُرڻ. مطيع ڪرڻ.

**شڪارگاه:** ذ. شڪار ڪرڻ جو ٻيلو يا جهنگ. شڪار لاءِ رک ڪيل ايراضي.

**شڪار ماهي:** ث(ف) مڇي ڦاسائڻ جي جاءِ- مڇيءَ جي ميڻ.

**شڪار هٿ لڳڻ:** ڦنديءَ ۾ ڦاسڻ (پکي. جانور). مراد جهڙو ڪم ملڻ. آسامي هٿ اچڻ.

**شڪار پور:** اسم خاص. سنڌ جو هڪ مشهور شهر ۽ ضلعو.

**شِڪاري:** ذ. شڪار ڪندڙ- صياد- آهيڙي. اهو جانور يا پکي جنهن جي وسيلي شڪار ڪجي (ڪتو، باز وغيره). (ذ) هڪ قوم جو نالو.

**شَڪائڻ:** م. شڪ ۾ آڻڻ- وِسوِسي ۾ وجهڻ.

**شِڪايَتَ:** ث (ع) دانهن ڪُوڪَ. پُڪار. تڪليف. نِندا- گلا. غيبت. شڪوو- ميار- ڏوراپو.

**شڪايت هڻڻ:** گلا هڻڻ. دانهن هڻڻ. بيماري هڻڻ.

**شِڪايَتي:** ص. شڪايت ڪندڙ. دانهين.

**شَڪتي:** ث(سن) قوت- طاقت- ٻل- زور.

**شَڪيتوانُ:** ص. سگهارو- ٻلوان- پهچنديءَ وارو- جبرو.

**شَڪجَڻُ:** م. گمان ٿيڻ- وهم ٿيڻ. شڪ پوڻ.

**شَڪر:** ث(ف) کنڊ. منانڻ. اڻ صاف ٿيل ڳاڙهي کنڊ- مِسٽي.

**شَڪرپارا:** ذ. کنڊ ۽ ميدي مان ٺهيل هڪ قسم جون ننڍيون چورس ٽڪيون.

**شَڪر دَهن:** ذ(ف) مِٺو وات- کنڊ جهڙو وات. (ص) مٺو ڳالهائيندڙ.

**شَڪر رَنجي:** ث. دوستيءَ ۾ رسامو.

**شَڪرقَند:** ث. گجر- لاهوري گجر.

**شُڪُرُ:** ذ(ع) احسان مڃڻ- ٿورو ڳائڻ. احسانمندي.

**شُڪر ادائي:** ث. ٿورو مڃڻ- احسان ڳائڻ.

**شُڪر بجا آڻڻ:** احسانمنديءَ جو اظهار ڪرڻ- ٿورو ڳائڻ.

**شُڪر ڪرڻ:** احسان مڃڻ. رضا تي راضي رهڻ.

**شُڪُر:** ص(سن) روشن- مُنور. (ذ) زهره گره.

**شُڪروارُ:** ذ. جمعي جو ڏينهن- جمعو.

**شُڪرانو:** ذ(ع: شڪرانہ) احسان- ٿورو. احسان مڃڻ- ٿورو مڃڻ.

**شَڪر خورو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**شُڪرگُذار:** ص. احسانمند- ٿورائتو.

**شڪرگُذاري:** ث. ٿورو- احسان. احسانمندي.

**شڪرو:** ذ(ف) هڪ قسم جو شڪاري پکي.

**شَڪري قُوت:** ذ. ميوي جو هڪ قسم- ٿوت.

**شُڪريو:** ذ. شڪرانو مڃڻ- شڪرادائي ڪرڻ.

**شڪَستَ:** ث(ف) هارَ- ماتَ. ڀاڃ. ڀڳٽوٽ.

**شڪست حال:** ص. پريشان حال- مصيبت زده.

**شڪست خورده:** ص. هارايل- هارڪاڏل. ڀڳل ٽٽل.

**شڪست ڏيڻ:** مات ڪرڻ- ماري مچائڻ. مغلوب ڪرڻ. بيوس ڪرڻ.

**شڪست فاش:** ث(ف) وڏي هار- ڪليل شڪست.

**شڪست کائڻ:** هارائڻ. نااُميد ٿيڻ.

**شڪست هڻڻ:** گهٽتائي يا ڪمي هڻڻ- ڪوٽ هڻڻ. هرڪائڻ.

**شڪَستگي:** ث. هارَ. ڀڳٽوٽ.

**شڪست وريخت:** ث. ڀڳٽوٽ- ڀڃ ڊاهه.

**شڪَستہ:** ص(ف) ڀڳل- ٽٽل. هرايل.

**شڪَستہ حال:** ص. محتاج- غريب. مصيبت زده.

شڪسته حالي: ث.محتاجي-پريشاني.تباهي.

شڪسته دل: ص.پريشان.غمگين.اُداس.نااميد.

شڪسته دلي: تڪليف.مصيبت.مايوسي.

شڪسته خاطر: ث.رنجيدو-غمگين.

شڪستي: ص.نااميد-مايوس-منول.

شڪل: ث (ع: شَڪل) صورت- روپ- چهرو. منهن مهانڊو. تصوير.طريقو-ڍنگ-نمونو.نقشو-خاڪو.حالت.

شَڪلائڻ: م.صورت ۾ مشابهت رکڻ.

شڪل ناهڻ: ويس ڌارڻ.تصوير ناهڻ.

شڪل شيشا پَچڻ: بدشڪو ٿيڻ.

شڪل شَباهَت: ث.رنگ روپ-منهن مهانڊو.

شَڪل و شمائل: ث.صورت ۽ سيرت.رنگ روپ.

شڪل ڪڍڻ: آپا ڪرڻ.مورت ڪڍڻ.

شڪل ڪان بيزار ٿيڻ: حد کان وڌيڪ نفرت ٿيڻ- ڪنهن جي شڪل ڏسڻ بہ گوارا نہ ڪرڻ.

شڪَمُ: ذ(ف) پيٽ.ٻڇ.ويڪر.

شڪم پرست: ذ.پيٽ پوڄيندڙ- هبچي.خوش خوارڪ.

شڪم پَرور: ص.کاڌي جو طالب.

شڪم پَروري: ث.پيٽ پوڄا-کاڌي جي تات.

شڪم مادر: ذ.ماءُ جو پيٽ.

شڪمي: ص.پيٽ جو.جنمي-پيدائشي.پيٽوڙي.

شڪَن: ث (ف) پيچندڙ-ٽوڙيندڙ.ڌاهيندڙ (صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪمايندڙ).

شڪَنَ: ث(ف) گهنج-سَر (پيشانيءَ جا).

شُڪَن: ذ(س) سوڻ-سڳڻ.وهم- جايو خيال.

شڪنتلا: اسم خاص. سنسڪرت زبان ۾ ڪاليداس جي لکيل ناٽڪ واري ڪتاب جو نالو.

شڪنجو: ذ(ف) چپڻ يا پيچائڻ جو اوزار- اِشڪنجو.

شڪنجا چاڙهڻ: سيکت ڏيڻ.جنمت ڪرڻ.

شڪنجي ۾ ڏيڻ: ٻوهي ۾ ڏيڻ- مصيبت ۾ وجهڻ.

شَڪَنجي، شڪَنجبين: ث (ف) ليمن جي رس وارو شربت. سرڪو.

شڪني: ث.پيچڻ جي حالت-ٽوڙڻ جي حالت.

شَڪڻ: م.وهم آڻڻ.شڪ آڻڻ.

شَڪُور: ص(ع) گهڻو شڪر ڪندڙ.خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

شُڪُوڪ: ذ(ع) "شڪ" جو جمع.گمان- وهم.

شڪُو: ذ(ع: شڪو) شڪايت-گلا.ميار- ڏوراپو.

شڪو شڪايت: ث.ڏک ڏوراپو-گلاءِ ميار.

شڪوه: ذ(ف) دٻدٻو-رعب.ڏاڪو.شان شوڪت.

شَڪي: ص(ع:شڪ) شڪ ڪندڙ.بي اعتبار.

شڪيبُ: ذ(ف) صبر- ماٺ.تحمل- بردباري.سَهپ.

شڪيبائي: ث.صبر- چُپ.تحمل- بردباري.

شَڪيل: ص(ع) سهڻو- خوبصورت.حسين.

شَڪيلو: ذ.هٿيار جو هڪ قسم- سٽيلو.

شگافُ: ذ(ف) چير- سير.دَرز.ٻُوڪهو.ڦاٽ.ڏار- ڏرڙ.

شگاف ڏيڻ: چيرڏيڻ- وڍ وجهڻ.

شگانُ: ذ.ٺڪو- چهڪ- وڍ.طعنو- اوپانو- مهڻو.ٺوڪ- چٽر.

شگبگ: ذ.وسوسو- وهم- ڪِتي.

شُگر: ث (انگ) کنڊ.مٺي پيشاب جي بيماري.

شُگر مل: ث.کنڊ جو ڪارخانو.

شگُفت: ص(ف) خوش- مسرور.ٽڙيل (گل).

شگفتگي: ث(ف) خوشي- سَرهائي.آبادي.

شگفتہ: ص(ف) ٽڙيل- کِليل.خوش- سَرهو.

شگُفتہ مزاج: ص.خوشمزاج- کلمک.

شگُفتہ رُوئي: ث.کلمکائي- زنده دلي.

شگوفو: ذ(ف) ڪَلي- مکڙي- غنچو.انوکي ڳالھ.

شُگونُ: ذ(ف) سڳڻ- سَوڻ.فال.

شَل: حرف ندا (ف) شال- خدا ڪري.

شَل، شِل: ص(ع) بيحس- ساٺو.ٿڪل- ماندو.

شل ٿي پوڻ: ساٺو ٿي پوڻ- پگهر ۾ شِم ٿيڻ.ٿڪجي ٿيڙي سمهڻ.

شَلجمُ، شلغمُ: ذ(ف) گوگڙو.

شلَڙُ: ذ.سُست- ڍرو- ڍلو (پکي).

شَل ڪو: ظ.خير ڪو- ڪونہ.

شَلنگُ: ذ.ٺڪر ٺڪر تي مينهن جو وسڪارو.

شلنگُ: ذ(انگ) پئونڊ جي ويهين حصي برابر هڪ انگريزي سِڪو.

شَلوارَ: ث(ف) سوار- سٿڻ- ڪانچ.

شَلوار بَند: ص(ف) ناڙو- ازاربند.

شَلوڪُ: ذ(س) نظم- شعر.بند.بيت.

شَمَ: ث(ع: شمع) تيزروشني- تجلو.

**شُمارُ:** ذ (ف) ڳڻپ. حساب. ڳاڻيٽو. تخمينو. اندازو- ڪَٿَ. (ص) ڳڻيندڙ.

**شُمار ڪرڻ:** ڳڻڻ- ليکو ڪرڻ. اندازو ڪرڻ.

**شُمار کان ٻاهر:** ظ. بيحد- بيحساب- بي انت.

**شُمار ۾ نہ آڻڻ:** ليکي ۾ نہ آڻڻ. پرواهہ نہ ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ.

**شُمارڻُ:** م. ڳڻڻ- ڳڻپ ڪرڻ. اندازو ڪرڻ- ڪَٿ ڪرڻ.

**شماري:** ث. ڳاڻيٽو- بيان مجمل- واچنا.

**شُماري عدد:** ذ. منرد عدد- اصلي عدد.

**شُماريات:** ث. ڳڻپ ۽ عددن جو علم- اِسٽيٽسٽڪس.

**شُمالُ:** ذ (ف) ساڄو هٿ. اُتر طرف.

**شُمالي:** ص. اُتريون- اُتر طرف وارو.

**شَمامہ:** ث (ع) خوشبوءِ- سُرهاڻ.

**شمائلَ:** ذ (ع) عادتون- خصلتون.

**شِمرُ:** اسم خاص. يزيد جي فوج جو هڪ عهديدار، جنهن حضرت امام حُسين رضہ کي ڪربلا جي جنگ ۾ شهيد ڪيو. (ص) بدنصيب.

**شمرو:** ص. شيرين اکين وارو- شيرو.

**شَمسُ:** ذ (ع) سج- آفتاب.

**شَمسُ الضُحيٰ:** ذ (ع) چمڪندڙ سج.

**شَمسو:** ذ. قُبي يا ڪلس جي مٿان لڳايل سونهري چنڊ. تسبيح جي داڻن کي ٽن حصن ۾ ورهاست ڪندڙ خاص داڻا.

**شَمسِي:** ص. سج سان تعلق رکندڙ- آفتابي.

**شَمسِي حَرف:** ذ. ڏندن جي مدد ۽ زبان جي چوٽي ۽ کان نڪرندڙ آواز وارا اکر (ت، ث، د، ذ، س، ش، ط، ظ، ل، ن وغيره.)

**شمشادُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو ڏگهو ۽ سهڻو جابلو وڻ.

**شَمشانُ:** ذ (سن) مسانُ (جتي هندو مُردا ساڙين).

**شَمشير:** ث (ف) تلوار- ترار- تيغ.

**شمشير زَني:** ث. تلوار بازي.

**شَمعَ:** ث (ع) ميڻ بتي. ڏيو.

**شمعدانُ:** ذ. ميڻ بتي يا ڏيي رکڻ جو فانوس.

**شَمع رُو:** ص. شمع وانگر ٻرندڙ مُنهن وارو- سهڻو- حَسين.

**شَمع سَحري:** ذ. صبح جو ڏيئو- جلد فنا ٿيڻ واري شيءِ.

**شَملو:** ذ (ف: شمل) پٽڪي جو چيڙو- طرو. دستار جو هڪ قسم.

**شَملو ٻڌڻ:** تهمت ڏرڻ- الزام هڻڻ. جوڙجڪ ٻڌڻ.

**شَمناوَر:** ذ. تارو- تيراڪ- شناور.

**شَمن گُڏي:** ث. نازڪ بدن ۽ سهڻي.

**شُموليتَ:** ث (ع) شراڪت- گڏ جاٽي. ڀائيواري- حصيداري

**شَمہ:** ذ (ع) ٿورو مقدار- ذرو.

**شَميمہ:** ث (ع) خوشبوءِ- سُرهاڻ.

**شناخت:** ث (ف) سڃاڻپ. تميز. واقفيت- آشنائي.

**شَناخت ڪرڻ:** سڃاڻڻ.

**شناختي ڪارڊ:** ذ. سڃاڻپ لاءِ سرڪاري رجسٽرڊ ڪارڊ- سڃاڻپ ڪارڊ.

**شَناسَ:** ث (ف) سڃاڻپ. تميز.

**شَناس نہ هجڻ:** سڃاڻپ واري خوبي نہ هجڻ.

**شَناسُ، شَناسا:** ص. سڃاڻندڙ. سڃاڻو- واقف.

**شَناسائي:** ث. ڄاڻ سڃاڻ- واقفيت.

**شَنانُ:** ذ (سن: سَنان) وهنجڻ- غسل- ٽُٻُ.

**شَناوَرُ:** ص (ف) تارو- پاڻي ۾ ترندڙ.

**شَناوَري:** ث. ترڻ (پاڻي ۾).

**شَنبہ:** ذ (ف) ڇنڇر- سَنيڇر (ڏينهن).

**شَنپتي:** ص (سن) يجرويد واري زماني سئو ڳوٺن جو سردار.

**شَنجور:** ذ. گهوڙي کي ٿيندڙ هڪ عيب.

**شَنڪَر:** اسم خاص. هندو ڌرم ۾ هڪ نالو.

**شَنگ:** ص (ف) چالاڪ. شوخ. معشوق.

**شَنگُ:** ذ. ٻر- بي قابو- زور. تيار- آماده.

**شَنگ تي چڙهڻ:** ضد ڪرڻ. لاڏ ڪرڻ. ساڙ ڪڍڻ.

**شَنگ ٿيڻ:** هَٺ ۾ ڀرجڻ- ٻرٿيڻ. آماده ٿيڻ.

**شَنگرَفُ:** ذ (ف) پاري ۽ گندرف مان نهيل هڪ دوا ۽ پسار ڪو وکر.

**شَنگرَفي:** ص. شنگرف جهڙو ڳاڙهو- ڳاڙهو.

**شَنگورُ:** ذ. شيدي- حبشي (جنهن جا گهنڊ يدار وار هجن).

**شَنگولُ:** ص (ف) گهنڊيدار وارن وارو. سهڻو.

**شُنوائي:** ث (ف: شنيدن) ٻڌڻ. سماعت. ڏيان. مقدمي جي هلڻ جي تاريخ.

**شُنيد:** ث (ف) ٻڌڻ جو عمل- سماعت.

**شُنيدَہ:** ص. ٻڌل- سُئل- معلوم.

**شُنيدِي:** ث (ف) بدنامي- خواري. گلا.

**شَنيع:** ص (ع) خراب- بد. بدڪار. ڪميڻو.

**شوُ:** ص (سن) نيڪ- سياڻو- سدورو. مهربان. هندن جي عنيدي

مطابق ٽيون ديوتا (جيڪو موت جو ديوتا آهي). فنا ڪندڙ.

**شِوُ راتڙي:** ث. هندن جو هڪ مذهبي تهوار (شِوُ مهراج جي يادگيريءَ ۾ ورتو ويندو آهي).

**شوَ:** ث. ٻڙي- صفر. واپار جي اصطلاح ۾ ڪجهه نه.

**شُو:** ذ (انگ) بُوٽ- جُتو.

**شو:** ذ (انگ) نظارو- ڏيک. فلم وغيره جو منظر.

**شو ڪرڻ:** ظاهر ڪرڻ- کولڻ. وڏائي ڪرڻ. ڏيکاءُ ڪرڻ.

**شَوال:** ذ (ع) هجريءَ سال جو ڏهون مهينو.

**شوالو:** ذ (سن: شِوَاليه) "شِوَ" جو آستان. مندر.

**شَواهد:** ذ (ع) "شاهد" جو جمع. شاهديون- ثابتيون. اهڃاڻ.

**شُوٽ:** ذ. (انگ) چِٽڻ (گوليءَ جو).

**شُوٽ ڪرڻ:** بندوق جي گولي هڻڻ. چِٽڻ- نشان ڪَرڻ.

**شُوٽنگ:** ث. گولي مارڻ جي حالت. فلم يا ڊرامي ۾ ڪردار جي عڪس بندي.

**شوخ:** ص (ف) چالاڪ- هوشيار. گستاخ. تيز. چمڪندڙ.

**شوخ چَشم:** ص. بيحيا- بي ادب- گستاخ. ڪَرڙين اکين وارو.

**شوخ طبع:** ص. تيزمزاج. خوشمزاج.

**شوخائي:** ث. چالاڪي. مُنهن رکڻي.

**شوخي:** ث. چالاڪي- تيزي. شرارت.

**شوخيءَ سان:** تيزيءَ سان. ڪاوڙمان.

**شُودَرُ:** ذ (سن) هندن جو چوٿون ورن. گهٽ ذات- اڇوت.

**شودڪو:** ص. نمائو- غريب- هيسيَل.

**شودو:** ص (ع: شُهده) لُچو- حرڪتي. بدمعاش. ڪِنيچوڙ.

**شورُ:** ذ (ف) هُل- گوڙ. هنگامو. مشهوري. غلغلو. لوڻ. ڪَلرُ. ڪلراٺي زمين.

**شورائِڻ:** م. جوش ڏيارڻ. ڀڙڪائڻ. ڪاوڙ ڏيارڻ.

**شور بخت:** ص. نياڳو- بدبخت. منحوس.

**شورجَڻ:** م. گهنڊ پائڻ- شوخ ٿيڻ- اکيون ڪَرڙيون ڪرڻ.

**شور شَر، شور شرابو:** ذ (ف) گوڙ گهمسان.

**شور ڪرڻ، شورُ مچائڻ:** هُل ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ. هنگامو ڪرڻ.

**شور وِجهڻ:** مُنهن ۾ گهنڊ وجهڻ. ڪاوڙجڻ.

**شورا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**شورِش:** ث (ف) هُل- گوڙ. فساد- بغاوت.

**شورس برپا ڪرڻ:** فسادکڙو ڪرڻ- سرڪشي ڪرڻ.

**شورو:** ذ (ف) بارود ۾ پوندڙ هڪ قسم جي معدنيات.

**شوروو:** ذ (ف: شوربه) رَس- ٻوڙ جو پاڻي.

**شورَه پُشت:** ص (ف) سرڪش- نافرمان. فسادي. جهيڙاڪ.

**شُوريٰ:** ذ (ع) صلاح- مشورو.

**شورِيدگي:** ث (ف) حيراني- پريشاني. چريائي- جنون. عشق- محبت.

**شوريدَه:** ص (ف) پريشان- حيران. ديوانو. عاشق.

**شوريده حال:** ص. خراب حالت- ابتري.

**شوريده سر:** ص. چريو. سودائي.

**شوش:** ذ. شڪ- گمان- وسوسو.

**شوشِڙو:** ص. موڳو- وائڙو- حيران.

**شوشو:** ذ (ف) انوکي ڳالهه. نئين ڳالهه. ذرو.

**شوشو ڇڏڻ:** جهيڙي جهڳڙي ڳالهه ڪرڻ. فتني انگيزي ڪرڻ. شرارت ڪرڻ. افواهه ڦهلائڻ.

**شوفَر:** ذ (انگ) موٽر ڊرائيور.

**شَوقُ:** ذ (ع) خواهش- سڌ- تمنا. چاهه- لاڙو- رغبت. چسڪو. ڏن- امنگ- انسيت. محبت. خوشي.

**شوق سان:** ظ. خوشيءَ سان- چاهه سان.

**شوقُ شِڪار:** ذ. سير تفريح- گهمڻ ڦرڻ. وندر.

**شوق و ذوق:** ذ. عيش عشرت.

**شوقِي:** ص. شوق وارو. خواهشمند. مرضيءَ جهڙو.

**شوقِينُ:** ص. شوق رکندڙ. رنگين مزاج.

**شَوقِيہ:** ص. شوق سان. شوق وارو.

**شوڪ:** ذ (سن) افسوس- ڏک- ارمان.

**شُوڪَ:** ث. گهنڊ- گهور. شوخي.

**شُوڪَ ڦوڪَ:** ث. ڦونءِ- آڪڙ- تيکر.

**شُوڪارَڻُ:** م. ڦوڪ ڏيڻ (جنهن مان "شُو" جو آواز نڪري). نڌو ساهه ڀرڻ. ڦيٿو وغيره ڀڙهي ڇوڪارڻ.

**شُوڪارو:** ذ. نڌو ساهه. اُپو ساهه. ڇُوڪارو.

**شوڪارا ڀرڻ:** نڌا ساهه کڻڻ. افسوس ڪرڻ.

**شَوڪَتَ:** ث (ع) شان- دبدبو.

**شوڪجَڻُ:** م. ڦوڪجڻ. ڪاوڙجڻ. آڪڙجڻ.

**شُوڪو:** ذ. زور سان ڦوڪ جو آواز. تيز آواز.

**شُولَ:** ث. وات ۾ اڳريون وجهي وڃايل سِٽي. سهڪيءَ جي بيماري.

**شولا:** ذ(ف: شُل) ٻِلاءِ جو هڪ قسم (پالڪ ۾ رڌل نرم ٻيت).
**شُولو:** ذ.بخيو-ٽانڪو-سيبو.
**شُوم:** ص(ع) نڀاڳو-منحوس. ڪنجوس- بخيل.
**شُومَت:** ث(ع) نڀاڳائي- چندائي- بدبختي. ڪنجوسي- بخيلي.
**شُومَتي:** ص.شوم.
**شومي:** ث.بدبختي-نڀاڳ.
**شَونڪو:** ذ.فڪر-ڳڻتي.انديشو.
**شوهَرُ:** ذ(ف) مڙس- خاوند- گهروارو- ور.
**شَہ، شَه:** ث(ف) "شاهہ" جو مخفف- بادشاهہ. ترغيب.ڏاڍَر- لالچ. شطرنج راند ۾ بادشاهہ کي شڪست.
**شَه چال:** ث.شطرنج راند ۾ بادشاهہ جي چال.
**شَه ڏيڻ:** شڪست ڏيڻ (بادشاهہ کي شطرنج ۾). ترغيب ڏيڻ. حرصائڻ-اڀارڻ.
**شَه کائڻ:** شڪست کائڻ- مات کائڻ.
**شَه ۾ پوڻ:** گهڻ ۾ پوڻ.وڏائيءَ ۾ پوڻ.هوڏ ۾ پوڻ.
**شَهاب:** ذ(ف) ڪسُونبي مان نڪتل رنگ- گلابي رنگ.سرخي.
**شَهابي:** ص.گلابي (رنگ).
**شِهابُ:** ذ(ع) چِڻِي (باهہ جي).لاٽ- شعلو.
**شِهاب ثاقِب:** ذ. ڪرندڙ تارو- ڪِرَيل تارو (عموماً اُڀرندي کان اولهندي ويندي ڏسبو آهي).
**شَهادَت:** ث(ع) گواهي- شاهدي. حق جي راهہ ۾ وڙهندي مارجڻ- جهاد ۾ مارجڻ. ناحق قتل. خدا تعاليٰ جي وحدانيت ۽ نبي سڳوري جي رسالت جو اقرار.
**شهادت ڏيڻ:** گواهي ڏيڻ- سچو اظهار ڪرڻ.
**شَهامَت:** ث(ع) بهادري- سورهيائي.دليري.
**شَهاني:** ص.رعبدار.عاليشان.شاهاڻو.
**شَهباز:** ذ(ف) وڏو باز (شڪار ۾ ڪم ايندڙ).
**شَه تارُو:** ذ. هڪ قسم جو جيت. جيڪو پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تڪو هلندو آهي.
**شُهتَر:** ص.ٺڳ- شاطر.جادوگر.
**شَهتُوت:** ذ(ف) وڻ ۽ ميوي جو هڪ قسم- تُوت.
**شَهتير:** ذ(ف) ڇت جي وڏي ڪاني- ڪام.
**شَهپَر:** ذ(ف) پکيءَ جي ڪنيڙائيءَ جو وڏو ڪنب. مڇَ جو هڪ پاسو.مڇون.
**شَهد:** ث(ع) ماکي.

**شَهد آگر:** ث.ڏسٽي آگر.
**شَهداد:** اسم خاص.ماڻهوءَ جو نالو. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هڪ سپهہ سالار جو نالو (شهداد خان ٽالپور).
**شَهدادپور:** اسم خاص.سانگهڙ ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.
**شهدادڪوٽ:** اسم خاص.لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.
**شُهداء:** ذ(ع) "شهيد" جو جمع.
**شُهدو:** ص.بدمعاش- لُچو.حرڪتي- شودو.
**شَهدي:** ث.نماڻي-ويچاري.سڪايل.
**شَهَرُ:** ذ(ع) مهينو- ماهہ. (ف) تمام گهڻن گهرن ۽ گهڻن ماڻهن جي رهائش وارو هنڌ- مدينو.
**شهر آباد ڪرڻ:** ننگر وسائڻ- وستي ٺاهڻ.
**شهر بدر ڪرڻ:** شهر نيڪالي ڏيڻ- جلاوطن ڪرڻ.
**شَهر پَناهہ:** ث.شهر جي بچاءَ لاءِ چوڌاري ڏنل ڪوٽ.
**شهر خَموشان:** ذ.قبرستان- مقام.
**شَهَر ڪرڻ:** ضد ڪرڻ- بحث ڪرڻ.
**شَهربانو:** ص. شهر جي زينت. شهر جي اميرزادي. (اسم خاص) عورت جو نالو.
**شُهرَت:** ث(ع) ناموس.مشهوري.بدنامي.
**شُهرت ٿيڻ:** بدنامي ٿيڻ. جوڳي ڄڻ ٿيڻ.
**شُهرت يافتہ:** ص.مشهور ۽ معروف.
**شَهرگ:** ث(ف) ڳچيءَ واري شريان.
**شُهره:** ذ(ع) مشهوري.
**شُهره آفاق:** ص.عالم ۾ مشهور.
**شَهري:** ص.شهر جو.شهر جو رهاڪو.
**شَهري آزادي:** ث. مُلڪ جي هر رهواسيءَ جا بنيادي حق- تقرير، تحرير ۽ اجتماع جي آزادي.
**شَهريارُ:** ذ(ف) بادشاهہ.شهر جو وڏو.
**شَهريَت:** ث(ع) شهر ۾ رهڻ جو حق.شهري آبادي.شهر جا رهاڪو ۽ سندن تهذيب.
**شَهريچو:** ص.شهر جو رهاڪو- شهري.
**شَهزادو:** ذ(ف) بادشاهہ جو پٽ.(ث.شهزادي).
**شَهزورُ:** ص(ف) پهلوان- سگهارو.ڏاڍو مڙس.
**شَهزوري:** ث.طاقت.پهلواني.ڏاڍ مڙسي.
**شَهسُوارُ:** ذ(ف) قابل گهوڙي سوار.چاتو سوار.

**شَهسُواري:** ث.گهوڙي تي چڙهڻ جي مهارت.

**شَهہ ڪاريگرُ:** ص(ف) وڏو ماهر ڪاريگر.

**شَهگوش:** ذ(ف) جانور جو هڪ قسم - ڪَن ڪٽڻ واري گدڙي.

**شَهلا:** ص(ع) نيرانِ. ڀورائي يا سُرخي مائل اکين واري. عورت جو نالو.

**شَهلي:** ث.پيڙهه کان چوٽيءَ تائين هڪجهڙي وڏڪي ديوار.

**شَهہ مات:** ث(ف) شطرنج ۾ بادشاهه کي شڪست واري چال.

**شَهمير:** ص.وڏو امير - وڏو ماڻهو.

**شَهمال:** ث.چيٽ جا پويان ڏينهن. اوپر ڏکڻ جي ڪنڊ.

**شَهمينگ:** ص.پنل - ترتيل - پنيس.

**شَهناز:** ث.ڪنوار. عورت جو نالو.

**شَهنائي:** ث(ف) هڪ قسم جو ساز (سنڌ ۾ مڱڻهار وڄائين) - شرناءِ.

**شَهنشاهُ:** ذ(ف) بادشاهن جو بادشاهه. سلطان.

**شهنشاهي:** ث.بادشاهي. سلطنت.

**شَهہ نَشين:** ث(ف) بادشاهه جي ويهڻ جي گادي يا مسند.

**شَهوار:** ص. بادشاهن لائق. نهايت سهڻي ۽ نفيس شيءِ. عورت جو نالو.

**شَهواني:** ص(ع) شهوت وارو - نفساني.

**شَهوائي، شاهوائي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**شَهوَت:** ث(ع) خواهش - سڌ. جماع جي سڌ.

**شَهوت انگيز:** ص.نفساني خواهش کي اڀاريندڙ.

**شَهوت پرست:** ص.گهڻو جماع ڪندڙ - شهوتي - ڪامي.

**شَهوَتي:** ص.سڌڙيو. زناڪار.

**شَهُوٽ:** ث.سُنائي - صفائي. سليقو - سگهڙائپ.

**شَهُوٽو:** ص.سُنو - صفائيءَ وارو. وتندڙ.

**شُهودَ:** ذ(ع) حاضري. موجودگي. اکين ڏٺي شاهدي. قيامت جو ڏينهن. (صوفين جي اصطلاح ۾) خدا جو ديدار.

**شَهوَل:** ث.وَل جو هڪ قسم - گهوڙا وَل.

**شَهوَنگُ:** ذ(ف) دروازي جي مٿان سرن يا پٿرن جي ڪمان. کوهه کٽڻ وقت تري ۾ رکڻ وارو چڪ.

**شَهيدُ:** ذ(ع) خدا تعاليٰ جو هڪ صفتي نالو. (ص) خدا جي راهه ۾ قربان ٿيل. مقتول. عاشق.

**شَهيد ڪَربلا:** حضرت امام حسين ع جو لقب.

**شَيءِ:** ث(ع) چيز - وٿ. ٿوَل - وکر. نياب شيءِ.

**شيءِ ٿيڻ:** پورو ٿيڻ - ڪافي هئڻ. ڏڍ ڪرڻ. ٻئي جي مرضي رکڻ.

**شَيءِ ڪرڻ:** ڏيڻ - ڏنهن - راضي ڪرڻ.

**شَيءِ شڪل:** ث.ڪا بہ شيءِ. مال مڏي. سامان سڙو. وسيلا واڙي.

**شيٽ:** ث(انگ) چدر - پترو. پنو.

**شيٽ، چيٽ:** ث.هڪ قسم جو گلڪاريءَ وار ڪپڙو.

**شيخ:** ذ(ع) پوڙهو - پيرسن. مذهب اسلام ۾ آيل شخص. سردار - حڪمر. اڳوڻ. مرشد. سجاده نشين. طريقت جي سلسلي ۾ اڳواڻي ڪندڙ (جيڪو وڏو عالم هجي).

**شيخ الحَديث:** ص.حديث جو استاد - وڏو محدث.

**شيخ الاسلام:** ذ.وقت جو امام - مجتهد.

**شيخ المَشائخ:** ص.مرشدن جو سردار - وڏو بزرگ.

**شيخ چلي:** ذ.هڪ فرضي بيوقوف. جنهن جا قصا مشهور آهن. (ص) بيوقوف - چريو - مورک.

**شيخي:** ث.وڏائي - بزرگي. غرور - گهمنڊ.

**شيخي بزرگي:** ث.ديني فوقيت - مذهبي برتري.

**شيخ:** ث.سيخ. لوهه جي ٿلهي تار.

**شيخ تپائي ڏيڻ:** ڪنهن جي پٺيان لاهي پاهي دشمني وجهڻ. ڏنڀ ڏيڻ.

**شيخ تي وجهڻ:** غصي ۾ اڀوٽي وجهڻ.

**شيخ پچائڻ:** سختيون سهڻ - ڪشالا ڪڍڻ. عذاب سهڻ.

**شيخ ڪرڻ:** جانور يا ٻڪريءَ جو گوشت شيخ ۾ وجهي پچائڻ.

**شيخلو:** ذ.ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو (سڙهه لاهڻ جي اُڀي ڪاٺي).

**شَيدا:** ص(ف) عاشق - فدا. ديوانو.

**شيدائي:** ص.شيدا. سنڌ جي تاريخدان مير رحيمداد خان مولائيءَ جو لقب.

**شِيدي:** ذ."حبشي" قوم جو فرد - حبشي. (ث.شيدڻ. شيديٽي).

**شيڊ:** ذ(انگ) ڇپو - ڇانوَ. تصوير جو اونداهو حصو.

**شيڊيُول:** ذ(انگ) فهرست (پروگرام وغيره جي). جدول. نقشو.

**شيرُ:** ذ(ف) شينهن - اسد. (ص) پهلوان - سگهارو.

**شير خان جو شڪرو ٿيڻ:** پنهنجن مٿان ماڻهن کي آزارڻ (شير خان جو شڪرو. گهر جا ڪُڪڙ ماري).

**شيرُ:** ذ(ف) کير.

**شير پياز:** ذ.ٻچه - سرڙ. بصرن. دال وغيره مان تيار ڪيل ڪڙهي.

**شير پياز پڌرو ڪرڻ:** سڀ عيب اگهاڙڻ.

**شيرخُوار:** م.کيرپيئڪ.

**شيرشڪر:** ص.کيرکنڊ.ريٽل پرتل.

**شيردانُ:** ذ(ف)کير ڏيندڙ جنور جو اُهو عضوو جنهن ۾ کير ٺهي-اوهُ.

**شير مادر:** ذ.ماءُ جو کير.حلال- جائز- رَوا.

**شيرمالُ:** ذ.کير.ميدي ۽کنڊ مان ٺهيل مٺي ماني.

**شيرازو:** ذ(ف:شيرازه) جلدبندي ٿيل ڪتاب جي پٺ ۾ لڳل پٽي (چمڙي يا ڪپڙي جي).سلسلو.انتظام.

**شيرازو ٽُٽڻ:** جلد جي سلائي ٽٽڻ.انتظام نه رهڻ.

**شيرازي بَندي:** ث.جلدبندي.سلائي ۽ سان ڪتاب تي جلد ٻَڌڻ جو هڪ نمونو- جُزبندي.

**شيرازي:** ص.ايران جي شهر شيراز جو.(ذ) هڪ وڏي پارسي شاعر جو تخلص- حافظ شيرازي. ڪبوتر جو هڪ قسم.

**شيردل:** ص(ف)بهادر- سورهيه.

**شير شاهه:** اسم خاص.ڪراچيءَ ۾ هڪ علائقي جو نالو.

**شيرَل:** ص.بهادر- شير- شيردل.

**شيرو:** ص(ف)اڇين نيرين يا ساين اکين وارو.

**شِيرو:** ذ(ف) ننڍڙن چڊن ڏندن وارو.قوام. پٽڙو ڳُڙ. سِيرو. ڪنهن به وکر جو پٽڙو قوام- رابتو.

**شيري:** ث(ف:شيرين)مٺاڻ.ذائقو- لذت- سواد.

**شيري بيري ڪرڻ:** مفت جو مال ڪَٽڻ.عيش ڪرڻ.

**شيرين:** ص(ف)مٺو.لَذيذ.وتندڙ.

**شيرين بياني:** ث.مٺيون ڳالهيون.وتندڙ ڳالهائڻ.

**شيرين دَهَن:** ص.مٺو ڳالهائيندڙ.خوش گفتار.

**شيرين زبان، شيرين ڪلام:** ص.خوش گفتار- فصيح.

**شيريني:** ث.مٺاڻ.کيرتي.

**شِيش:** ذ(ف:'شيشه' جو مخفف) شيشو- ڪاچ.

**شِيش گر:** ص.شيشي مان چيزون ناهيندڙ.

**شِيش مَحلُ:** ذ.اهو گهر يا محلات جنهن ۾ چئني طرفن آرسيون لڳل هجن.

**شيشائُون:** ص.شيشي وارو- ڪاچ جو.

**شيشَمُ:** ذ.هڪ قسم جو وڻ- (عام طرح) ٽالهيءَ جو وڻ.

**شِيش نانگُ:** ذ(س) نانگ جو هڪ قسم (جنهن جي مٿي ۾ مَڻ ٿئي).

**شيشو:** ذ(ف:شيشه) ڪاچ- ڪچ.بوتل- باٽلي.آرسي- ٽڪ- آئينو.

**شيشي ۾ لاهڻ:** قابو ڪرڻ- وَس ۾ ڪرڻ- مطيع ڪرڻ.

**شيشو باشو:** ص.نازڪ- نازڪ- پُرندڙ.

**شيشي:** ث(ف) ننڍي بوتل.دوا جي بوتل.

**شيشي سُونگهائڻ:** دوا جي زورتي بيهوش ڪرڻ.

**شيطانُ:** ذ(ع) باهه مان پيدا ٿيل مخلوق. وڏن جنن مان هڪ جن. جنهن کي آدم کي سجدو نه ڪرڻ ڪري تڙيو ويو هو. (ص) حرڪتي.لُچو- شرارتي.فسادي.

**شيطان اچڻ:** خواب ۾ تَڙبوڻ.

**شيطانپائي:** ث.شيطاني- شرارت- لُچائي.حرڪت- ڪيچل.

**شيطانڃڻ:** م.شيطان جي قندي ۾ ڦاسڻ.

**شيطان جا ڪَن ڪَپڻ:** شيطاني ڪمن ۾ گوءِ کٽڻ.

**شيطان جي ناني:** ث.شرير چو ڪري يا عورت.

**شَيطان چڙهڻ:** ڪاوڙ چڙهڻ.ضد ۾ پوڻ.

**شيطان مُجسم:** ص.نَهن ڪان چوٽيءَ تائين شرير- نهايت بدمعاش.

**شَيطاني:** ث.شرارت- لچائي.حرڪت.بدمعاشي.

**شَيطاني وسوسو:** ذ.خراب خيال.اجايو وهم.

**شَيطانيَت:** ث(ع)شرارت.لچائي.برائي- بڇڙائي.فتنو.

**شيعوا:** ذ(ع:شيعه)مسلمانن جو هڪ فرقو.

**شيعو:** ذ.شيعوا فرقي جو پيرو ڪار.

**شيعو سُني هجڻ:** هڪ ٻئي جا ڪٽر دشمن هئڻ.

**شَيفتگي:** ث(ف)حيراني.عشق.

**شَفيته:** ص(ف)عاشق- فريفته- مفتون.

**شَيفته حال:** ص.پريشان حال.عاشق.

**شيفته سر:** ص.پريشان- حيران.عاشق.

**شيڪارو:** ذ.وڏن سڱن وارو نر هرڻ.

**شيڪَر:** ذ.ڪَچيءَ پيش مان وٽيل رَسو.

**شيڪَڻ:** م.ڏندپيڙڻ(خار.ڪاوڙمان).

**شيڪَرَ:** ث.اجائي وڏائي.ڪاوڙ.

**شيڪو:** ذ.ڪراهت- نفرت.ٻِچان.حذر.ضد.

**شيڪو جَهلڻ:** سڪٽي وڏائي ڪرڻ.

**شيڪو چِٽڻ:** آڪڙ ڦٽي ڪرڻ- نوڙت اختيار ڪرڻ.

**شيڪا شڪم:** وڏوماتهپائي- ايمان- هَٺ.

**شيڪَيل:** ص.شڪ ڪندڙ.پاسو ڪندڙ.ضدي- هينيلو.

**شَيلُ:** ذ(ع:سَير) گشت.هوا خوريءَ لاءِ گهوم- چهل قدمي.

**شَيل شڪارُ:** ذ.گهمڻ ڦرڻ- هوا خوريءَ تفريح.

**شيل گاهه:** ذ.سير تفريح وارو هنڌ.

**شيلف:** ث(انگ) طاق- ڪتابن رکڻ جو خانو.

**شِنُ:** ذ (ف) شور- غوغاءُ. فرياد.

**شِينهَن:** ذ (سن: سِينهہ) مشهور جهنگلي جانور- شيرُ- اسد. (ث. شِينهَڻ).

**شِينهن ٻڪري گڏ چرڻ:** پورو پورو انصاف هئڻ.

**شِينهن جا ڪن ڪترڻ:** وڏي بهادريءَ جو ڪم ڪرڻ.

**شِينهن جي ڪن ۾ هئڻ:** وڏي مشڪلات سان ملڻ.

**شنهن سان گڏ کائڻ:** وڏي جوکم جو ڪم ڪرڻ.

**شِينهن ڪُلهي چڙهڻ:** ڪنهن مشڪل ڪم مان پار پوڻ. نياٽيءَ جو وهانءُ ٿيڻ.

**شِينهون:** ص. شِينهن جهڙو. (ذ) ڪُتي جو هڪ قسم.

**شِينِي:** ث (ف: سِيني) ڪاڏي جي وڏي ٿالهي- خونچو.

**شيوا:** ث (سن) خدمت. ٽهل- چاڪري.

**شيواڌاري:** ص. ٽهل ٽڪور ڪندڙ. خادم- نوڪر. عبد- بندگي ڪندڙ.

**شيوا ستان:** ذ. عبادتگاه- ڏيوري- ٽڪاڻو.

**شيوَڪ:** ص. خدمتگار- چاڪر.

**شيولو:** ص. ساين اکين وارو- شيرو.

**شيوَن:** ذ (ف) روڄ پٽڪو- ماتم. ڏک يا صدمي کان آه زاري.

**شيوو:** ذ (ف: شيوَه) طور- طريقو- ڍنگ. رسم.

**شيهو:** ذ. ڌاتوءَ جو هڪ قسم- سيهو.

**شيئَر:** ذ (انگ) حصو- پتي. ونڊ- تقسيم- ورڇ.

**شيئر هولڊر:** حصيدار- ڀاڱي ڀائيوار.



**ص:** ذ (ع) سنڌي الف- بي جو چوٽيهون اکر. عربيءَ جو چوڏهون ۽ فارسي جو سترهون اکر. ابجد موجب عدد (90).

**صابُ:** ظ (ع) سڄايو. قبول.

**صابُ پوڻ:** قبول پوڻ. سڄايو ٿيڻ.

**صابِرُ:** ص (ع) صبر ڪندڙ. صبر وارو. بردبار. رضا تي راضي.

**صابِري:** ص. صبر وارو. بردبار.

**صابِرين:** ص (ع) "صابر" جو جمع- صبر وارا.

**صابُڻ:** ذ (ع) تيل، سودا ڪاسٽڪ ۽ ميدي مان ٺهيل نرم ٽڪي (ڪپڙن ڌوئڻ يا وهنجڻ لاءِ).

**صابُڻ چِٽ:** صابڻ جي سُرهاڻ.

**صاحِبُ:** ذ (ع) يار- دوست- ساٿي. مالڪ- ڌڻي. حاڪم. سردار. تعظيم طور ڪم ايندڙ لقب.

**صاحِبان:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**صاحِب اختيار:** ذ. مرضيءَ جو مالڪ. وس وارو. حاڪم.

**صاحِب اَخلاق:** ص. سلڇڻو. فضيلت وارو. مهذب.

**صاحِب اقبال:** ص. ڀاڳوند- خوشنصيب.

**صاحِباڻو:** ص. آبرو وارو- مانائتو. خوش پوشاڪ.

**صاحِباڻو ٺَٺُ:** ذ. اميرن وارو دبدبو.

**صاحِب بهادر:** ذ. يورپين جو لقب- انگريز ڪامورو.

**صاحِب تدبير:** ص. حيلو وسيلو هلائيندڙ. تجربيڪار. هوشيار. مدبر- ڏاهو.

**صاحِب جمال:** ص. حُسن وارو- سهڻو- خوبصورت.

**صاحِب جي صاحِبي:** ث. قادر جي قدرت. حاڪم جي حڪومت.

**صاحِب حيثيت:** ص. سرنديءَ وارو- شاهوڪار. مان مرتبي وارو.

**صاحِب دل:** ذ. خدا شناس. دلير. سخي.

**صاحِب ذوق:** ص. شوقين. عاشق مزاج.

**صاحِب عالم:** ذ. دهليءَ جي مغل شهزادن جو لقب.

**صاحِب فِراش:** ص. بستري داخل- بيمار- مريض.

**صاحِب ڪتاب:** ص. ڪتاب لکندڙ- ڪتاب جو خالق.

**صاحِب ڪمال:** ص. ڪماليت وارو- مڪمل. عارف- درويش- فائق.

**صاحبزادو:** ذ (ع. ف) پُٽ- فرزند. صاحب جو اولاد. (ث. صاحبزادي).

**صاحِب سلامت:** ث. جاڻ سڃاڻ- واقفيت. سلام دعا. ملاقات.

**صاحِبلُوڪُ:** ذ. عام طرح يورپي حاڪم يا آفيسر. انگريز- فرنگي- گورو.

**صاحِبِي:** ث. حڪومت- بادشاهي. حڪمراني. آفيسري. اختيار. دور- عهد- زمانو.

**صاحِبي هلائڻ:** حڪومت ڪرڻ. ظلم سان حڪم هلائڻ.

**صادُ:** ذ (ع) ڪنهن لکت وغيره تي "ص" جو اکر لکڻ (جيڪا جڙت

منظور ڪرڻ جي نشاني آهي). منظوري. قبوليت.

**صاد ڪرڻ:** منظور ڪرڻ. تصديق ڪرڻ. قبول ڪرڻ. دستخط ڪرڻ.

**صادر:** ص (ع) جاري- نافذ (حڪم وغيره).

**صادر ٿيڻ:** نافذ ٿيڻ. واقع ٿيڻ. پيش اچڻ. نازل ٿيڻ.

**صادر ڪرڻ:** جاري ڪرڻ (حڪم)- نافذ ڪرڻ. ڪو حڪم يا فرمان پاس ڪرڻ.

**صادقُ:** ص (ع) سچو. پڪو (قول جو). نيڪ- درست.

**صادق اچڻ:** نيڪ ٿيڻ- درست ٿيڻ. عائد ٿيڻ.

**صادق القول:** ص. وَچن تي پورو. سچو. وفادار.

**صادقُ اليَقين:** ص. سچي ويساه وارو. پڪو ويساه ڪندڙ.

**صاعقہ:** ث (ع) ڪِوِن- برق.

**صافُ:** ص (ع) اُجرو. پاڪ. بي داغ. نِبار- خالص. چٽو- ظاهر.

**صاف ڪرڻ:** اڇو ڪرڻ. چٽو ڪرڻ. اُجرو ڪرڻ. مير ڪڍڻ. ٻهارو ڏيڻ.

**صاف ڪري ڇڏڻ:** ماڃڻ. ٻُهاري ڏيڻ. جهنگ ڪٽي ميدان ڪرڻ. چٽ ڪرڻ. اجاڙڻ.

**صاف ٻگو:** ذ. سفيد رنگ جو ڏاند.

**صاف جوابُ:** ذ. کليو انڪار- ڪَٽو جواب.

**صاف دل:** ص. جنهن جي دل ۾ ٻيائي نه هجي. بي ريا.

**صاف دلي:** ث. دل جي صفائي. سچائي. نيڪ نيتي.

**صاف سُٿرو:** ذ. اڇو اُجرو. بي داغ- بي عيب.

**صاف شفاف:** ذ. بلڪل صاف- اوجل.

**صاف صاف:** ظ. کُليو کُلايو- ظاهر ظهور- پڌري پٽ.

**صاف صفائي:** ث. اَڇائي- چِٽائي (معاملي يا موسم جي). چنڊ ڇاڻ.

**صاف ڳالهه:** ث. پڌري ۽ چٽي ڳالهه.

**صافو:** ذ. ٽاڏل وغيره ڇاڻڻ جو ڪپڙو. ديڳ جي مٿان ڏيڻ جو ڪپڙو. پٽڪي يا پڳ جو خاص ڪپڙو. پڳ.

**صافو سُڪڻ نہ ڏيڻ:** گهڻي وٿي نہ وجهڻ.

**صافي:** ث. حساب صاف ٿيڻ بعد باقي بچت. صفائيءَ جو ڪپڙو. حجامت. سُلفيءَ جي ڦوڪ کي صاف ۽ ٿڌي ڪرڻ جو ڪپڙو.

**صافي ڏيڻ:** ڏاڙهي ڪوڙائڻ.

**صافي صاف:** ص. بلڪل نج.

**صافي نفعو:** ذ. خرچ پکي لٿي باقي فائدو.

**صالحُ:** ص (ع) سلڇڻو. نيڪ. پرهيزگار. لائق- قابل. ماڻهوءَ جو نالو.

**صالح عمل:** نيڪ ۽ چڱا ڪم.

**صانع:** ص (ع) ناهيندڙ- بنائيندڙ. ڪاريگر- هنرمند. پيدا ڪندڙ- خالق.

**صانع مُطلق:** ذ. صنعت ۾ ڪنهن جو بہ محتاج نہ ٿيندڙ يگانو ڪاريگر- خداتعاليٰ.

**صائب:** ص (ع) نيڪ- درست.

**صائب راءِ:** ص. صحيح راءِ رکندڙ. ڏاهو- عقلمند.

**صائم:** ص. روزو رکندڙ- روزيدار.

**صائم الدّهر:** ص. هميشہ روزا رکندڙ.

**صَبا:** ث (ع) اوير جي هوا- پوئين رات لڳندڙ پورب جي هوا. صبح جي هير.

**صُباح:** ث (ع) صبح- فجر. سباڻي.

**صَباحت:** ث (ع) سونهن- حُسن. بدن جو سفيد رنگ- ڳوراڻ.

**صُبح:** ث. ذ (ع) سج اڀرڻ جي مهل. فجر- پرڀات.

**صُبح اَزَل:** ث. اهڙو صبح جنهن جي پيهر نہ ٿئي. هميشگيءَ وارو وقت. دوام.

**صُبح جو ڏيئو:** ص. تمام پيرسن. مرڻ جي ويجهو- پوين پساهن ۾.

**صُبح سويري:** ظ. علي الصبح- فجر جو. صبح ساڻي.

**صبح شام:** ظ. هر وقت.

**صبح شام ڪرڻ:** اڄ سڀاڻي ڪرڻ. بهانا ڪرڻ- ٽارڻ.

**صبح صادقُ:** ث. پره ڦٽي.

**صبح ڪاذبُ:** ذ. وڏو اسر.

**صبح ڪرڻ:** رات گذارڻ- رات ڪاٽڻ.

**صبح ڪري ڇڏڻ:** تمام گهڻي دير لائڻ.

**صُبحوئي:** ص. صُبح جو- صُبح وارو.

**صَبر:** ذ (ع) ماٺ- چُپ. تحمل. برداشت- سهپ.

**صَبر اچڻ:** ماٺ اچڻ. تسلائي ٿيڻ.

**صَبر جا ڪوٽ ڀڄڻ:** وَس کان ٻي وَس ٿيڻ. آپي کان ٻاهر نڪرڻ.

**صبر جو پيالو پُر ٿيڻ:** وڌيڪ وقت صبر نہ ڪري سگهڻ.

**صبر ڪرڻ:** ماٺ ڪرڻ. ڌيرج ڪرڻ. برداشت ڪرڻ. توڪل ڪرڻ.

**صِبغت الله:** ذ (ع) قدرتي رنگ- دين جو رنگ. ماڻهوءَ جو نالو.

**صَبُوح:** ذ (ع) صبح. فجر.

**صُبُوڙي:** ث.صبح جوڪ ڏو- نيرن- ناشتو.

**صَبي:** ص.سولو-سوڪو-آسان.

**صَبِيح:** ص(ع)ڳورو-اڇو.(ث.صبيحہ)

**صَحابہ:** ذ(ع)"صاحب" جو جمع.نبي سڳوري جا اصحاب.

**صَحابہ ڪرام:** ذ.نبي سڳوري جاوڏا صحابي.

**صَحابَت:** ث.تعلق-لاڳاپو.

**صُحابَت:** ث. سلڇتائي- خوش اخلاقي. محبت ۽ خلوص وارو جذبو.سڀاجهڙائي.

**صَحابي:** ذ(ع) جيڪو شخص مسلمان ٿي نبي سڳوري جي صحبت ۾ رهيو.(ذ) نبي سڳوري جو رفيق.

**صِحاح ستہ:** ث. حديث جا ڇهہ ڪتاب، جن جون حديثون درست سمجهيون وڃن ٿيون (بخاري، مسلم، ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ،نسائي).

**صَحافَت:** ث.لکڻ جو هنر.اخبارنويسي.

**صَحافي:** ص(ع:صَحف) لکندڙ.اخبارنويس.خاطو.

**صُحبَت:** ث(ع) دوستي- ياري.ساٿ- رفاقت.گڏ جاتي- ملاقات. ڪچهري-رهاڻ.

**صُحبت جو اثر ٿيڻ:** دوستيءَ ۾ اٿڻ ويهڻ سبب ٻين جون عادتون غالب پوڻ.

**صُحبت ڪرڻ:** ملاقات ڪرڻ.مجامعت ڪرڻ.

**صُحبَتي:** ص.يار-دوست.ساٿي.ملاقاتي.

**صُحبَت يافتہ:** ص.بزرگن کان فيض ورتل شخص.

**صُحبي:** ص(ع) صُحبت ڪندڙ- صُحبتي.دوست.

**صِحَت:** ث(ع) چڱيلائي- تندرستي.شفاياٻي.درستي- تصحيح.

**صِحَت بخش:** ص.تندرستي ڏيندڙ.شفاڏيندڙ.

**صِحت ڪسرڻ:** تندرستي حاصل ٿيڻ.تازو توانو ٿيڻ.

**صِحَت نامو:** ذ. ڪتاب ۾ غلطين جي درستيءَ وارو پنو.

**صِحَتيابي:** ث.تندرستي- چڱيلائي.

**صَحرا:** ذ(ع)ٻڙ- بيابان- ريگستان.

**صَحرا نَشين:** ص.ويراني ۾ ويهندڙ- تارڪ الدنيا.

**صَحرا نَوَرد:** ص.بيابان ۾ پنڌ ڪندڙ-رڻ راهي.

**صحراءِ لَق دَق:** ذ.ويران رڻ پَٽ.

**صَحرائي:** ص.بياني.ريگستاني.

**صُحُف:** ذ(ع)"صحيفہ" جو جمع- صحيفا- الهامي ڪتاب.

**صَحنُ:** ذ(ع)اڱڻ-آڳنڊ.

**صَحو:** ث(ع)هوشياري.سجاڳي.

**صَحوَ و سَڪر:** ذ.تصوف جو اصطلاح-هوشياري ۽ مدهوشي.

**صَحي:** ث.هٿ اکر نالو- دستخط- سگنيچر.تصديق.

**صَحِيحُ:** ص(ع) درست- نيڪ.سچو-ثابت.اصلي.نج.

**صَحيحاً:** ظ.پوريءَ طرح.مناسب طور.

**صَحيح العَقل:** سالم عقل وارو- فهيم.

**صَحيح النَسب:** ص.اصيل- خانداني.

**صَحيح بُخاري:** اسم خاص. حديثن جو مشهور ۽ پهريون نمبر ڪتاب (امام عبدالله بخاريءَ جو مرتب ڪيل).

**صحيح سالم، صحيح سلامت:** ظ. سچي جو سچو. پورو- مڪمل-ثابت.جيئرو جاڳندو.

**صحيح ڪرڻ:** درست ڪرڻ- نيڪ ڪرڻ.اصلاح ڪرڻ.تصديق ڪرڻ.

**صَحيحائي:** ث.درستي- اصلاح- سڌارو.

**صَحيفو:** ذ(ع) ڪتاب.آسماني ڪتاب- الهامي ڪتاب.

**صَخرَه:** ذ(ع) سخت پٿر. (اسم خاص) مسجد اقصيٰ جي پر ۾ رکيل هڪ پٿر جو نالو. جنهن جي اوله ۾ يهودين ۽ اوبر ۾ عيسائين جو قبلو آهي.

**صَد:** ص(ف) سَئو- هڪ سئو.

**صَد آفرين:** جملو.تمام گهڻيون شاباسون.

**صَد بار:** ظ.سئو ڀيرا.ڪئين ڀيرا.

**صَد شُڪر:** سوين شڪرانا-لک احسان.

**صَدا:** ث(ع)آواز.سڏ.سَڏ.گهر- سُوال.گونج- پڙاڏو.

**صدا هڻڻ:** سَڏَ هڻڻ- سُوال ڪرڻ.گهرڻ لاءِ آواز ڪرڻ.

**صَدارَت:** ث(ع) صدر جو عهدو.اڳواڻي (مجلس يا محفل جي).

**صَدارتي خُطبو:** ذ. ڪانفرنس وغيره ۾ صدر مجلس جو ڪيل خطاب.

**صَداقَت:** (ع) سچائي- صدق.ايمانداري.

**صَد بَرگ:** ذ(ف)گل جو هڪ قسم، جنهن ۾ گهڻا پن ٿين.

**صَدَرُ:** ذ(ع) سينو- ڇاتي.مٿيون حصو.مٿاهين جڳهہ.فوج جي رهڻ جي جاءِ- ڇانوڻي.اڳواڻ.ملڪي سربراه. تڏو- پڙڇ (قيش جو).

**صدر بازار:** ث.ڇانوڻيءَ جي بازار.

**صَدر دفتر:** ذ.هيڊ آفيس- ڪنهن اداري جو مُک دفتر.

**صَدر گهر:** ذ. مُلڪ جي سربراه جي سرڪاري رهائشگاه- ايوانِ

صدر- پريزيڊنٽ هائوس.
**صدر مَجلس:** ذ.مجلس جو اڳوان- پريزيڊنٽ.
**صدر مَقام:** ذ.دارالسلطنت- تختگاهه.گاديءَ جو هنڌ.
**صَدر مُملڪت:** ذ.مُلڪ جو سربراهه.
**صدر نشين:** ذ.چيئرمين- مير مجلس.
**صَدري:** ٿ(ع: صدر) هڪ قسم جو لباس (جنهن سان فقط سينيءَ پيٽ وارو حصو ڍڪجي).(ص) سيني وارو- ڇاتيءَ وارو.
**صَدَف:** ٿ(ع) سپ- ٻيڙي.
**صَدَق:** ظ(ع) سچو.صدقي- قربان- فدا.
**صِدق:** ذ(ع) سچائي- خلوص.
**صدق جي سٽ سنيالڻ:** سچائيءَ تي قائم رهڻ.
**صدق صَفائي:** اُجرائي.صداقت.
**صَدقو:** ذ(ع) قرباني (ڪنهن مصيبت ٽارڻ لاءِ). خيرات.عيوض. (ص) فدا- قربان.
**صَدقو ٿيڻ:** قربان ٿيڻ.نثار ٿيڻ- گهورجڻ.ٻلهار ٿيڻ.
**صدقو ڪڍڻ:** قرباني ڪرڻ.خيرات ڪرڻ.ڪا شيءِ گهوري ڏيڻ.
**صَدقہ جاريہ:** ذ.اهڙي خيرات جنهن مان ماڻهن کي دائمي فائدو پهچندو رهي (مثلاً: مسجد.اسپتال.کوهه وغيره).
**صَدقي:** ظ.قربان- ٻلهار.طفيل- بدولت.
**صدقي وڃڻ:** قربان ٿيڻ.ٻئي لاءِ جان ڏيڻ.ٻلهار ٿيڻ.
**صَدقي جي ٻَڪري:** ٿ.گهوريل ٻڪري.تمام ضعيف.نڌڪي.
**صَدمو:** ذ(ع) ڏک- چوٽ.ٺَڪر- ڌڪو.حادثو.اوچتو نقصان.
**صَدمو رَسڻ:** اوچتي واقعي سبب غم ٿيڻ- تڪليف پهچڻ.
**صَدما سَهڻ:** ڏک سَهڻ. نقصان سهڻ. ڏک برداشت ڪرڻ. تڪليفون سهڻ.
**صَدها:** ظ.سوين.تمام گهڻا.
**صَدي:** ٿ(ف) سئو سال.سيڪڙو.
**صِديق:** ص(ع) سچو.تصديق ڪندڙ.حضرت ابوبڪر رض جو لقب.
**صِديقي:** اسم خاص. ساداتن جو هڪ پاڙو (حضرت ابوبڪر صديق رض جي اولاد مان).
**صَراحَت:** ٿ(ع) وضاحت- تشريح.
**صُراحي:** ٿ(ع) پاڻي رکڻ لاءِ ٺڪر جو هڪ خاص ٿانءُ- گهگهي.
**صُراحي دار:** ص.ڊگهي ڳچيءَ وارو- گهگهيءَ جهڙو.
**صِراط:** ٿ(ع) رستو- راهه. دوزخ جي مٿان اڏيل پُل (جيڪا وار کان سنهي ۽ تلوار کان تکي آهي. سيني کي اُتان لنگهڻو پوندو. گنهگار وڏي جي وڃي دوزخ ۾ ڪرندا ۽ نيڪ لنگهي ويندا).
**صراط مُستقيم:** ٿ.سنئون رستو- سنئين واٽ.
**صَرّاف:** ذ(ع) سون چاندي پرکيندڙ. شاهوڪار. مٽين موتين جو واپار ڪندڙ.سون چاندي جو واپاري.پارکو.
**صرافہ بازار:** سونارڪي بازار.
**صَرافي:** ٿ.ناڻي جو واپار.يا مٽا سٽا- اسٽاڪ ايڪسچينج.
**صرافي چِٺي:** ٿ.هنڊي- چيڪ- بل.
**صَرصَر:** ذ(ع) آواز سان لڳندڙ هوا- زوراڻي هوا.جهڪ- طوفان.
**صَرف:** ذ(ع) خرچ.ڪاڀو.استعمال.گذارو.گردان (گرامر ۾).
**صرف ڪرڻ:** خرچ ڪرڻ.استعمال ۾ آڻڻ.بسر ڪرڻ (حياتي).
**صِرف:** ظ(ع) نج- خالص.رڳو- فقط.
**صَرف نَحو:** ذ(ع) گرامر.
**صَرفو:** ذ(ع) ڪفايت.خرچ ۾ ڪفايت شعاري.
**صَرفو سانگ:** قناعت.بُخل.
**صَرفي سان:** ظ.ڪفايت سان- ترڪيب سان.
**صَرفُو:** ص.خرچ ڪندڙ- ڪپائيندڙ.
**صَريح:** ص(ع) صاف- چٽو.ظاهر- پڌرو.
**صَريحاً:** ظ.کُليو کُلايو- ظاهر ظهور- پڌري پٽ.
**صَرير:** ذ(ع) قلم سان لکڻ جو چرڙاٽ.قلم.
**صُعُوبَت:** ٿ(ع) مصيبت- تڪليف.ڏکيائي.مشڪلات- اهنج. ڪشالو- هلاڪي.
**صُغرا، صغريٰ:** ٿ. ننڍي چوڪري. سڀ کان ننڍي شيءِ. علم منطق ۾ ننڍي شڪل جو پهريون قضيو.عورت جو نالو.
**صَغير:** ص(ع) ننڍو.ٻارڙو.ابهم.
**صَغيرسني:** ٿ.ننڍڙائي.ننڍي عمر- ٻالڪپڻ.
**صَغير و ڪَبير:** ذ.ننڍا وڏا- اعليٰ ادنيٰ.
**صغيرو گناهه:** ذ.ننڍڙو گناهه- معاف ٿيڻ جوڳو ڏوهه.
**صَغيري:** ٿ.ننڍپڻ- ٻانڪپڻ.
**صَف:** ٿ(ع) قطار- لام.نمازين جي قطار.
**صَف آرا:** ص.قطار ۾ بيٺل.ميدان ۾ صفون ٻڌل.جنگ ۾ مقابلي لاءِ تيار.
**صف آرا ٿيڻ:** لڙائيءَ لاءِ قطارون ناهي بيهڻ.
**صف آرائي:** ٿ.مقابلي لاءِ قطاربندي.لام بندي.
**صف بَندي:** ٿ.قطار ۾ بيهڻ.
**صفون ٻڌڻ:** قطارن ۾ بيهڻ.لامون ٻڌڻ.

**صف ماتم:** ث.ماتم جي قطار- پٿر.

**صَفَا:** ص(ع) صاف- اُجرو- سُٿرو. چٽو- ظاهر.

**صَفَا جواب:** ذ.نپ انڪار- نابري. بلڪل نه مڃڻ واري حالت.

**صفا چٽ:** ظ.بنهه برباد.تلهو ميدان.

**صفا چوڻ:** وچ چوڻ- کليو کلايو چوڻ.

**صفا راند ڪرڻ:** اندر ۾ ڪوٽ نه رکڻ. ڪپٽ نه ڪرڻ.

**صفا ڪرڻ:** اُگهي صاف ڪرڻ. اجو اجرو ڪرڻ.

**صفات:** (ع) "صفت" جو جمع.وصفون- گڻ- چڱايون.

**صفاتي:** ص.عارضي- جُڙتو- هٿرادو.

**صَفَا و مَروه:** اسم خاص (ع) مڪي شريف جي مشهور ٻن ٽڪرين جا نالا (جني حاجي سڳورا ڊوڙون پائن).

**صفائتو:** ص.نمبروار- لاڳيتو- هڪ ٻئي پٺيان.

**صَفَائي:** ث.سُٿرائي- اُوجر. چندڦوڪ. چٽائي.پڌرائي.وضاحت. سچائي.پاڪيزگي- پاڪائي.

**صفائي ٿيڻ:** ختم ٿي وڃڻ- کٽي وڃڻ. خرچجي وڃڻ.

**صفائي سُنائي:** ث.اوجلائي.چندڦوڪ.

**صفائي ڪرڻ:** اگهڻ- چنڊڻ. ٻهارڻ. ميڙڻ. چٽائي ڪرڻ. ڪم ڪرڻ. وضاحت ڪرڻ. سچ ڪرڻ.

**صفَت:** ث (ع) خوبي- گڻ. خاصيت. واکاڻ- تعريف- ساراهه. وصف.گرامر موجب اسم يه ضمير جو گڻ ڏيکاريندڙ لفظ.

**صفت ڪرڻ:** ساراهه ڪرڻ- واکاڻ ڪرڻ.

**صفت تفصيل:** ث.گرامر ۾ ٻيءَ صفت سان ڀيٽ ۾ ايندڙ لفظ.

**صفت مُرڪب:** ث. زائد حرف ملائڻ سان صفت جي معني ڏيکاريندڙ لفظ.

**صُفحات:** ذ(ع) "صفحه" جو جمع- صفحا.

**صُفحو:** ذ(ع) ورق جو هڪ پاسو- پنو.

**صُفحهءِ هستي:** ث.دنيا.حياتي.

**صُفحهءِ هستيءَ تان مِٽائڻ:** ناس ڪري ڇڏڻ- ختم ڪري ڇڏڻ.

**صَفدر:** ص(ف) لشڪر جون صفون چيريندڙ- بهادر.

**صَفَرُ:** ذ(ع) خالي مهينو.هجريءَ سال جو ٻيو مهينو (عورتون اهو مهينو نحس سمجهن).

**صفرالمظفر:** ذ.سڀاڳو صفر جو مهينو.

**صَفر پوئين اربعا:** ث.صفر مهيني جي پڇاڙيءَ وارو اربع جو ڏينهن (جيڪو عام طرح عورتون سڀاڳو سمجهن).

**صِفر:** ث(ع) ٻڙي.خالي- ڪجهه نه.

**صَفرا:** ث(ع) انسان جي چئن خلطن (بادي.آبي.آتشي.صفرا) مان هڪ جو نالو.سوداءُ.

**صَفراوي:** ص.صفرا وارو.ضدي- چيڙاڪ.

**صَفن صَفا:** ذ.ويران- تباهه- ناس.ظاهر ظهور.

**صُفو:** ذ(ع: صُفه) ڏيڍي.وڏو ڪمرو.دالان.

**صُفوران:** اسم خاص.عورت جو نالو.

**صَفوي:** اسم خاص.ايران جي هڪ شاهي خاندان جو نالو.

**صَفي:** ص(ع) صاف- روشن.ايماندار.دوست.

**صَفي الله:** ذ.خدا جو دوست.حضرت آدم عليه السلام جو لقب.

**صَقلي:** ص.نوهه صاف ڪندڙ.تراريون ڪهيندڙ.

**صَلا:** ث(ع) آواز.سڏ.ڪاڏي يا ڪنهن ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ جو سڏ.

**صَلاءِ عام:** ذ.عام سڏ.سڀني کي صلاح.

**صَلابَت:** ث(ع) مضبوطي- ڏاڍائي- پختگي. بيهڪ- استحڪام. شان شوڪت.فطري خوبي.

**صَلابَت جَنگ:** ص.جوڌو- جنگجو.جنگي عهديدارن جو خطاب.

**صَلاح:** ث(ع) مشورو.راءِ- رٿ- تجويز.ارادو- مرضي. آڇ (ماڻهوءَ کي ڪنهن ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ).مت- نصيحت.

**صلاح بيهڻ:** تجويز بحال ٿيڻ.ارادو ٿيڻ.

**صلاح تي هلڻ:** ڪنهن جو چيو مڃڻ.راءِ موجب ڪم ڪرڻ.

**صَلاحتو:** ص.صلاح وٺندڙ.نياءُ سان- عدل وارو.

**صَلاحڪارُ:** ص.راءِ ڏيندڙ.مُشير.

**صلاح ڪرڻ:** ارادو ڪرڻ.مشورو وٺڻ.ڪاڏي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سڏ ڪرڻ.

**صلاح مَشورو، صلاح مصلحت:** ذ.رايو- پڇاڳاڇا.غور ويچار. ڪڻ ڳوت.

**صلاح وٺڻ:** راءِ وٺڻ.مشورو پڇڻ.ڪنهن جي شيءِ مان ڪجهه حصو وٺڻ.

**صَلاحُو، صلاحي:** ص.صلاح ۾ گڏ.صلاحڪار.منصوبي ۾ شامل. ڪم ڪار ۾ گڏ.شريڪ- ساٿي.ٻت- جٽ.

**صَلاحيَت:** ث(ع) قابليت- لياقت.خوبي.

**صُلب:** ذ(ع) نسل- پيڙهي.

**صُلح:** ذ(ع) ٺاهه- ميلاپ.اتحاد.امن.راضپو.

**صُلح آميز:** ص.صلح وارو- صلح جو.

صُلحائتو: ص.صلح پسند.آسودو.

صُلح ٿيڻ: ناهٿيڻ.راضي ناموٿيڻ.پرچاءٿيڻ.امن ٿيڻ.

صُلح سانتَ: ذ.سُڪون-فرحت.امن.

صُلح پسند: ذ.امن پسند.

صُلح ڪُل: ص.جهيڙي فسادکان پچندڙ-امن پسند.

صُلحنامو: ذ.راضي نامو-ناهه-پرچاء.ناهه جو لکيل اقرارنامو.

صُلحي: ص.صلحائتو.آسودو.

صَلعم: ذ(ع)"ﷺ"جو مخفف.

صلو: ذ(ع:صلہ)انعام.عطا-بخشش.بدلو-عيوض.اجورو.

صَلواة: ٿ(ع)اُچار"صَلات".نماز.دعا.رحم(خدا جو).

صَلواة: ٿ(ع)درود.خدا جي رحمت.ڪنهن ڪم يا شيءِ کان باز اچڻ.يا دستبرداري.

صلواتون پڙهائڻ: جٽ ڪرڻ.مُنهن تي عيب ثواب پڙهائڻ.گهٽ وڌ ڳالهائڻ.سڏيون پڙهائڻ.

صَليبُ: ذ(ع)پکڙيل ٻانهن سان ماڻهوءَ وانگر ٺهيل ڪاٺي (جنهن تي ماڻهو کي ڪِلَ هڻي ٽنگي سزا ڏني ويندي هئي).

صليب چاڙهڻ: ڦاسي ڏيڻ.مغلوب ڪرڻ.

صَليبي: ص.صليب سان تعلق رکندڙ.مجاهد-بهادر.

صَليبي جنگ: ذ.مذهبي لڙائي(مسلمانن ۽ عيسائين ۾)

صُمرُ: ص.ٻوڙو-گهٻرو.

صَمَد: ص(ع)بي نياز(جنهن جا سڀ محتاج هجن).دائمي-ابدي.خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

صَمَداني: ص.وڏائي وارو.جوان.

صَمصام: ٿ.تکي تلوار-سرواهي.

صَمَند: ص.گهوڙي جو هڪ قسم-سَمند گهوڙو.

صَناع: ذ(ع)"صنعت"جو جمع.هُنر-ڏانءُ.

صَناعَت: ٿ.ڪاريگري.تجارت.

صَنائع: ذ(ع)ڪاريگر-هنرمند.

صَنائع و بَدائع: ذ.عجيب غريب هنر.ڪلام ۾ باريڪيون.ڪلام ۾ رنگيني پيدا ڪرڻ لاءِ عجيب غريب نڪتا.

صَندَلُ: ذ(ع)هڪ قسم جو خوشبودار وڻ-چندن.تخت.

صَندل جو ٻُورو: ذ.چندن جي ڪاٺيءَ جو ٻورو(خوشبودار ٺئي ٻه طور ڪم اچي).

صَندلي: ٿ(ع)ويهڻ لاءِ ڪاٺ جي پيڙهي.ڪاٺ جي مَنجي.

صَندُوق: ٿ(ع)پيٽي.ڪاٺ جي پيٽي.

صَندُوقچي: ٿ.ننڍڙي پيٽي.

صُنعان: اسم خاص(ع)هڪ مشهور ولي ڪامل جو نالو(جيڪو آخر بت پرست ٿيو).

صَنعَت: ٿ(ع)ڪاريگري-هنرمندي.دستڪاري.ڏانءُ-هُنر.فن.

صَنعتڪار: ذ.ڪارخانيدار-بزنس مئن.

صَنعت گر: ص.ڏانءَ وارو-پيشور.ڪاريگر.حرفتي.

صنعت گري: ٿ.ڪاريگري-هنرمندي.

صَنعَتي: ص.هنري.صنعت سان نسبت رکندڙ.

صنف: ٿ(ع)قسم-جنس-نوع.

صنف نازڪ: ٿ.عورت-عورتن جو طبقو.

صَنَمُ: ذ(ع)بت.مورتي.پتلو(مٽيءَ.پٿر.ڌاتو يا ڪاٺيءَ وغيره جو).(ص)معشوق.

صَنم خانو: ذ.بُت خانو.

صَنم ڪده: ذ.بت خانو.

صَنوبَرُ: ذ(ع)هڪ وڻ جو نالو(جنهن کي معشوق جي قد سان تشبيھ ڏيندا آهن).

صنڪ: ٿ(ع.صحنڪ)رڪابي-ٿالهي-ٿاٽ.

صَوابُ: ذ(ع)درستي.صحيح ڳالهه.صحيح عمل.نيڪ ڪم.سچائي.

صَوابديد: ٿ.نيڪ صلاح.راءِ-تجويز.

صوبائي: ص.صوبي جو-صوبي وارو.

صُوبو: ذ(ع)ملڪ جو ڀاڱو-پرڳڻو.علائقو.صوبي جو حاڪم.

صُوبدار: ص.صوبي جو حاڪم.گورنر.

صُوبداري: ٿ.صوبي جي حڪومت.

صُوبيدارُ: ص(ع)پوليس جو هڪ عهديدار.

صوبيداري: ٿ.صوبيدار جي ملازمت.

صَوت: ذ(ع)آواز.صدا.

صوتيات: ذ.آوازن جي سڃاڻپ ۽ سمجهاڻي وارو علم.

صُور: ٿ(ع)سڱ(جيڪو فقير وڄائين)-ڦرن-ڏنڊ.

**صُور اسرافيل:** اسم خص. اُهو سڱ يا ڏنڊ جيڪو اسرافيل وڄائيندو تہ قيامت ٿيندي (يعني زمين ۽ آسمان ڏري ڪِري جي ذرن وانگر اُڏامي ويندا).

**صُورَت:** ث (ع) شڪل- مُنهن- چهرو- روپ. تصوير- مورت. حالت- ڍنگ. تجويز- تدبير. خاڪو- نقشو.

**صُورت آشنا:** ص. معمولي واقف- ڄاڻ سڃاڻ وارو.

**صُورت بگاڙڻ:** حليو خراب ڪرڻ. سُهڻائي خراب ڪرڻ- ڦٽائڻ.

**صورت تَڪڻ:** مُنهن ڏسڻ. حيرت سان ڏسڻ. غور سان ڏسڻ.

**صُورت پَرست:** ص. ظاهري حُسن کي پوڄيندڙ- عاشق.

**صُورت جو صاحب:** ذ. نهايت حَسين و جميل.

**صورتِحال:** ث. حالت- نمونو. ڪيفيت.

**صُورت حرام:** ص. شڪل جو ناهو ڪو پر اندر جو پليت.

**صُورتَخطي:** ث. لکڻ جو نمونو. تحرير. املا.

**صُورتدار:** ص. خوبصورت- سهڻو- صورت وارو.

**صُورت ڏيکارڻ:** شڪل ڏيکارڻ. سامهون اچڻ.

**صُورت گر:** ص. مصور- نقاش.

**صورت گري:** ث. شڪليون ناهڻ- مصوري.

**صُورت وَند:** ص. صورت وارو- موچارو- سهڻو- شڪيل.

**صُورَتي:** ث. هڪ قسم جي باراتي راند (پکن يا ڪتن واري راند. جنهن ۾ قسمت آزمائي ڪجي).

**صُوري:** ص (ع) ظاهري. ڏسڻ ۾ ايندڙ.

**صُوف:** ذ (ع) اُن- پشم. هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو. هڪ قسم جو ميوو.

**صُوفائُون:** ص. صوف جي رنگ جهڙو. صوف جهڙي شڪل وارو.

**صُوفتِي:** ث. دوا ۾ ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر (ٻج).

**صُوفِي:** ص (ع) اوني ڪپڙو ڍڪيندڙ. صوفي طريقي جو بزرگ. نشيدارشين سان واهپو نہ رکندڙ.

**صُوفي ٿيڻ:** دنياوي لاڳاپا ترڪ ڪرڻ. نشي کان پرهيز ڪرڻ.

**صوفي پيرُ:** ذ. سنڌي پيرن جو هڪ قسم.

**صوفيانو:** ص. صوفين جو- صوفين وارو.

**صُوفيانو سَماع:** ذ. صوفي طريقي جو راڳ رنگ.

**صُوفيائي:** ث. پرهيز- اعتدال- سنجم.

**صولائتو:** ص. سُهڻو- شائستو- شايان.

**صولَت:** ث (ع) دبدبو- حشمت.

**صَومُ:** ذ (ع) روزو.

**صَوم صَلواة:** ذ. روزو نماز.

**صَهبا:** ذ (ع) ڳاڙهو شراب.

**صياد:** ذ (ع) شڪاري- ماري. (ڪنايتً) معشوق.

**صِيام:** ذ (ع) "صوم" جو جمع. روزا (جيئن ماه صِيام = روزن وارو مهينو).

**صَيد:** ذ (ع) شڪار.

**صيد ڪرڻ:** شڪار ڪرڻ- آهيڙڻ. وَس ۾ آڻڻ.

**صَيدگاه:** ث. شڪار جو هنڌ- شڪارگاهہ.

**صِيغو:** ذ (ع) قالب (جنهن ۾ سون چاندي پگھرجي)- سانچو. گرامر موجب فعل جو گردان.

**صَيفَل:** اسم خص. مانهوءَ جو نالو.

**صَيقل:** ث (ع) اوجر. صفائي. چمڪو.

**صيقل ڪرڻ:** لوهہ تان ڪٽ لاهڻ. چمڪائڻ- اُجارڻ.

**صَيقل گر:** ص. اُجاريندڙ. لوهہ وغيره تان ڪٽ لاهيندڙ- تيوَرو.

**صَيهُونيَت:** ث (ع) يهودي تحريڪ. يهوديت.



ض: ذ(ع) اُچار "ضاد". سنڌي الف- بي جو ايڪٽيهون اکر. عربيءَ جو پندرهون ۽ فارسيءَ جو ارڙهون اکر. ابجد موجب عدد (800).

ضابط: ص(ع) برداشت ڪندڙ- بردبار. پابند. قابض.

ضابطگي: ث. باقاعدگي. قانون جي پوئواري.

ضابطو: ذ(ع) قاعدو- قانون. دستور- رواج. قبضو. پ بندي- دباءُ.

ضابطو رکڻ: انتظام رکڻ. پابندي وجهڻ.

ضابطہ اخلاق: ذ. اخلاقي قانون- اخلاقيات جو مجموعو.

ضابطہ فوجداري: ذ. ڏوهن جي روڪٿام جو قانون- فوجداري قانون.

ضاع: ص. ضايع- ضائع. (شاهہ)

ضاعفان: ث(ع: ضعيفہ) عورت- زال.

ضاف: ذ. ضعيف- ضعاف.

ضامن: ذ(ع) ذميدار- ڪفيل. ذمو ڪندڙ. عيوضي. ڇٽ جي ڪام هيٺان ٽيڪ طور ڏنل ڪني.

ضامن تي ڇڏڻ: ذميواري يا ضمانت تي آزاد ڪرڻ.

ضامن پوڻ: ٻئي جي طرفان ذمو کڻڻ.

ضامن ڏيڻ: ضمانت طور ڪو ماڻهو ڏيڻ.

ضامنگير: ص. جوابداري ڪندڙ. ٻئي جي طرفان شرطيہ ذميداري قبول ڪندڙ.

ضائع، ضايع: ص(ع) زيان- تباهہ- رائيگان.

ضايع ڪرڻ: بيفائدو وڃائڻ- برباد ڪرڻ.

ضبط: ذ(ع) برداشت- سهپ. تحمل. انتظام.

ضبط ولادت: ث. اولاد پيدا نہ ڪرڻ جو فعل.

ضبط ڪرڻ: برداشت ڪرڻ. پاڻ روڪڻ. صبر ڪرڻ. بندش وجهڻ. قبضي ۾ آڻڻ.

ضبطي: ث. عدالت جي حڪم سان ڪنهن جي مال ملڪيت تي قبضو.

ضبطي ٿيڻ: سرڪاري سنڀال هيٺ اچڻ. قُرڪي وڃڻ.

ضخامت: ث(ع) ٿولهہ- موٽائي.

ضخيم: ص(ع) ٿلهو- موٽو- سيرو.

ضد: ذ(ع) اصرار- تڪرار. ڦڏو- مخالفت. هٺ- شدت. دشمني- وير. حسد. (ص) مخالف- اُبتڙ- برعڪس.

ضد ٻڌڻ، ضد ڪرڻ: هوڏ ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ. تيسو ڪرڻ. مخالفت ڪرڻ. بحث ڪرڻ. ڦڏو ڪرڻ.

ضد تي چڙهڻ: هوڏ تي چڙهڻ.

ضد پورو ڪرڻ: پنهنجي خيال موجب عمل ڪرڻ.

ضد ڏيارڻ: جوش ڏيارڻ. ڪاوڙ ڏيارڻ.

ضد رکڻ: دشمني رکڻ- ويررکڻ.

ضدي: ص. ضد ڪندڙ. هوڏي- هٺيلو. نٽر. ڪج بحث.

ضديت: ث. دشمني- وير- عداوت. ڦڏو. بحث. تيسو.

ضديلو: ص. ضدي. نٽر.

ضرب: ث(ع) ڌڪ- چوٽ. صدمو. نقصان. رياضيءَ ۾ هڪ انگ کي ٻئي انگ جيترا ڀيرا وڌائڻ.

ضرب آيت: ث. ڪن انگن جي ضرب جو جواب.

ضرب المثل: ث. چوڻي- مثال- پهاڪو.

ضرب ڏيڻ: ضرب ڪرڻ. نقصان پهچائڻ.

ضربات: ث(ع) "ضرب" جو جمع. چوٽون. صدما.

ضربخانو: ذ. سرڪاري سڪا ٺاهڻ وارو ڪارخانو- ٽڪسال.

ضربڻ: م. ڌڪ هڻڻ- چوٽ رسائڻ. نقصان رسائڻ. ايذائڻ. ٻن انگن يا وڌيڪ ڪن انگن جي سگهہ وڌائڻ.

ضربتي: ث. اُهو انگ جنهن کي ضرب ڪجي.

ضربيل: ص. نقصان رسيل. ڦٽيل- زخميل. زيان ٿيل.

ضربيندڙ: ص. ضرب ڪندڙ انگ.

ضرر: ذ(ع) زيان- نقصان. ٽوٽو- ڇيهو. صدمو.

ضرر رسان: ص. نقصان پهچائيندڙ. نقصانڪار.

ضررناڪ: ص. ڇيهو رسائيندڙ- نقصانڪار.

ضرور: ذ(ع) گهرج- طلب. (ص) واجب- فرض- لازم. (ظ) بيشڪ- يقيناً.

ضرورت: ث. گهرج- احتياج. حاجت. طلب.

ضرورت پوڻ: طلب ٿيڻ- گهرج پوڻ.

ضرورتاً: ظ. ضرورت سبب- گهرج لاءِ.

ضرورتمند: ص. گهرجائو- حاجتمند- طالبو.

ضروري: ص. گهرج مطابق. لازمي. گهربل.

ضروريات: ث(ع) "ضرورت" جو جمع. گهربل شيون.

ضريب: ص. ضربيل. مبتلا.

ضريح: ث(ع) گنبذ وارو تعذيو. مزار- مقبرو.

ضعف: ص(ع) ڪمزوري- هيڻائي- اپرائي. ناتواني.

**ضَعفا:** ص.اِيري- ڪمزور (عورت).زالَ ذات- عورت- مائي.
**ضَعُوف:** ذ. ڪمزوري.هيڻائي- ضُعف.
**ضَعِيفُ:** ص(ع) ڪمزور- هيڻو- اَيرو.پوڙهو.
**ضَعِيفُ الاعتقاد:** ص.گهٽ ويساهه وارو.عقيدي جو ڪمزور.
**ضعيف العقل:** ص.گهٽ عقل وارو- بيوقوف.
**ضَعيف حال:** ص.غريب- مسڪين.
**ضَعِيفائي:** هيڻائي- ناتواني.سُستي- موڳائي.
**ضَعِيفَه:** ث.ڪمزور (عورت).پوڙهي.
**ضَعِيفي:** ث.هيڻائي- ڪمزوري.پيري.
**ضَلاَلَت:** ث(ع)گمراهي.تباهي.گناهه- بدي.
**ضلعو:** ذ(ع: ضلع) ملڪ جو ڀاڱو.صوبي جو ڀاڱو- ڊسٽرڪٽ.
**ضَلعِي ناظم:** ذ.ضلعي حڪومت جو چونڊيل سربراهه.
**ضَمُ:** ذ(ع) ملائڻ- گڏائڻ.شموليت.
**ضَم ٿيڻ:** ملي وڃڻ- گڏجي وڃڻ.
**ضَمادُ:** ذ(ع) ليپ.لپري.
**ضَمانُ:** ذ(ع) ضامن.ضَمانتي.ٻئي جي پاران جوابداري ڪندڙ.
**ضَمانَت:** ث(ع) ذميداري- ٻئي جي لاءِ شاهدي؛ ذميداري جي قبوليت.
**ضَمانت ڏيڻ:** ذميداري جي قبوليت ڏيڻ. جوابداري پاڻ تي هموار ڪرڻ.ضامن بنجڻ.
**ضَمانت نامو:** ذ.ضامن ٿيڻ جي لکت. ڪنڊنت نامو.
**ضَمانتي:** ص.ضامن پيل- ضامن.
**ضَمن:** ذ(ع) اندر.باب.بيان.فقرو.مضمون.
**ضَمني:** ص.ذيلي- هيٺيون.
**ضَمني چونڊ:** ث. چونڊن کان پوءِ ڪنهن خالي ٿي ويل جاءِ تي ٿيندڙ چونڊ- ننڍي چونڊ.
**ضَمِيرُ:** ذ(ع) دل- قلب.اندر- منجهه. خراب ڪمن کان روڪيندڙ احساس.گرامر موجب اسم جي بدران ڪم ايندڙ لفظ (ضمير جا قسم: ضمير حاضر، ضمير غائب، ضمير متڪلم، ضمير خالص، ضمير اشارو ويجهو، ضمير اشارو ڏور، ضمير مبهم، ضمير مشترڪ، ضمير استفهام، ضمير موصول، ضمير جواب موصول، ضمير متصل، ضمير منفصل).
**ضَمير اِستفهام:** ذ.سوال پڇڻ لاءِ ڪم ايندڙ ضميري لفظ.
**ضَمير مُتَصل:** ذ.گڏيل ضميري پڇاڙي.
**ضَمير مُتڪلم:** ذ.ڳالهائيندڙ اسم بدران ڪم ايندڙ ضمير جو لفظ.
**ضَمير موصُول:** ذ.ٻن جملن کي ڳنڍيندڙ ضمير جو لفظ.
**ضَمير وڪَڻ:** دل جي آواز جي ابتڙ ڪم ڪرڻ.
**ضَمِيمو:** ذ(ع) ڪتاب جي آخر ۾ متن کان سواءِ ٻيو وڌايل مضمون- تڪملو.اخبار جي خاص اشاعت (معمول کان الڳ).
**ضَو:** ث(ع)روشني.نُور.
**ضَوفَشان:** ص.روشني ڏيندڙ.مُنور.
**ضَوابِط:** ذ(ع) "ضابطي" جو جمع.ضابطا- قاعدا قانون.
**ضِيا:** ث(ع) سج جي روشني. جواهرات جو جَرڪو.رونق.
**ضِياپاش:** ص.روشني ڦهلائيندڙ.
**ضِيافَت:** ث(ع) دعوت- مهماني.
**ضِيافت ڪرڻ:** دعوت ڪرڻ- کاڌو کارائڻ.
**ضِيافو:** ذ.فائدو- ڪٽيو.لاڀ.
**ضِيقُ:** ث.(ع) تنگي- ڏکيائي. ساهه جي سوڙهه (جيڪا دم جي مرض ۾ ٿئي).
**ضيق النَفس:** ذ.ٻِ ساهي جو مرض- دمڪشي.



**ط:** ث(ع) اُچار "طوئي". سنڌي الف- بي جو ٻٽيهون اکر، عربيءَ جو سورهون ۽ فارسيءَ جو اُوڻيهون اکر.ابجد موجب عدد (9).
**طابِعُ:** ص(ع) ڇاپيندڙ.
**طارِق:** ذ(ع) رات جو مسافري ڪندڙ. (اسم خاص) هڪ مشهور مسلمان سپهه سالار طارق بن زياد.ماڻهوءَ جو نالو.
**طارِي:** ص(ع) ڇانئجي ويندڙ.غالب پوندڙ.
**طاري ٿيڻ:** غالب پوڻ.ڇانئجي وڃڻ.اوچتو اچي پوڻ.
**طاسُ:** ذ(ع) وڏو ٿانءُ- طشت.درياءَ جي گذرواري علائقو.
**طاسرو:** ذ.وڏو وٽو.
**طاس وَرني:** ص.سون جهڙي- سُهڻي.
**طاعَت:** ث(ع) اطاعت.تابعداري.
**طاعت پذير:** ص.فرمانبردار- چئيوان.
**طاعت گُذار:** ص.چيو ڪندڙ- فرمانبردار.
**طاعُون:** ذ(ع) وڏي وچڙندڙ ماريندڙ بيماري- پليگ.

**طاغُوت:** ذ(ع) شيطان- پٽڪيلن جو سردار.
**طافَ:** ث. سرحد- دنگ- سَنڌو. جبل ۽ ميدان کي هڪٻئي کان جدا ڪندڙ حد.
**طاقُ:** ذ(ع) پٽ ۾ سامان رکڻ لاءِ تختو. دريا دريءَ جو هڪ پاسي وارو تختو. ڪي انگ. (ص) اڪيلو- يگانو. ماهر.
**طاقَ ڪيڏڻ:** تختو ڪيڏڻ. وقت تي ڏو ڪو ڏيئي ڏک ڪيڏڻ. نقصان رسائڻ.
**طاق لڳڻ:** حيران ٿيڻ. حيرانيءَ ۾ ماٺ تي وڃڻ.
**طاق نڪري وڃڻ:** نقصان رسڻ. سخت صدمو پهچڻ.
**طاقائُون:** ص. طاق وارو (دروازو).
**طاقَتَ:** ث(ع) قوت- زور- سگهه- ٻَل. حوصلو.
**طاقت آزمائي:** ث. زور آزمائي. مقابلو.
**طاقَتورُ:** ص. سگهارو- پهلوان.
**طاقتور تَوانو:** ص. ٻَلوان- زورِيريو.
**طاق جُفت:** ذ(ع) اڪي ٻڏي.
**طاقِ نِسيان:** ث(ع) ويسر
**طاقڻ:** م. طاق ڏيڻ- دربند ڪرڻ.
**طاقي:** ث. ننڍڙو طاق. دريا دريءَ جو هڪ پاسو.
**طاقيون ڏيڻ:** گهر جا دروازا بند ڪرڻ.
**طاقَيو:** ذ. ڪپڙي جو ٿان.
**طالِب:** ص(ع) طلب ڪندڙ- گهرندڙ. چاهيندڙ- مشتاق. ڳولائو. تصوف جي اصطلاح ۾ حق جو ڳولائو.
**طالِبُ المَولي:** ص. خدا کي ڳوليندڙ. سنڌ جي قادر الڪلام شاعر مخدوم محمد زمان هالائيءَ جو تخلص.
**طالب ديدار:** ص. عاشق.
**طالَب عُقبيٰ:** ص. ديندار- نيڪ- بزرگ.
**طالَب علم:** ص. شاگرد- مُتعلم.
**طالَب عَلمي:** ث- شاگردي. سکياونڻ وارو عرصو.
**طالبَ مَطلوب:** ذ. عاشق معشوق.
**طالُبو:** ص. طلب ڪندڙ. گهورو- چاهيندڙ. ڳولائو.
**طالَبي:** ث. گهر. طلب.
**طالِح:** ص(ع) خراب- بد. نيڳو.
**طالعَ:** ص(ع) طلوع ٿيندڙ- اُڀرندڙ. (ذ) نصيب- ڀاڳ- بخت. زائچو.
**طالع تَتو:** ص. بد بخت- نياڳو. بد نصيب.
**طالِع شَناسُ:** ص. نجومي- جوتشي.

**طالِع مَند:** ص. خوشنصيب- بختاور.
**طالِع مندي:** ث. بخت- ڀاڳ. چڱي بشرت. ڌن دولت.
**طالُوت:** اسم خاص (ع) بني اسرائيل قوم جو پهريون بادشاه.
**طاماعُو:** ص(ع) طمع رکندڙ- لالچي. چاهيندڙ.
**طامعُ:** ص(ع) لالچي- حريص.
**طاهرُ:** ص. پاڪ- پوتر- صاف.
**طاهر مُطَهرَ:** ص. انتهائي پاڪ صاف.
**طاهِري:** ث. ڳُڙپيل منو پَٽُ- تَهري.
**طائرُ:** ص(ع) اڏامندڙ. (ذ) پکي- پرندو.
**طائر قدس:** ذ. فرشتو- ملائڪ.
**طائِفو:** ذ(ع) گروهه- جماعت. ڳائڻ وڄائڻ وارن جو ٽولو.
**طائفو وجهڻ:** نچڻ ۽ ڳائڻ. هُل بکيڙو ڪرڻ.
**طائُوس:** ذ(ع) مورَ (پکي).
**طائُوسِي تخت:** ذ. مور پکيءَ جي شڪل تي ٺهيل تخت- عمدو تخت. شاهجهان بادشاه جو تخت.
**طِبَ:** ث(ع) يوناني طريقي جو علاج- حڪمت. دوادارون يا علاج جو هڪ طريقو.
**طِبَ ڪرڻ:** حڪمت ڪرڻ- دوا ڪرڻ.
**طِبُ:** ذ. دوائن جو ڪتاب. طب بابت ڪيل ڪوبہ ڪم.
**طِبابَت:** ث(ع) حڪمت- علاج. دوادارون.
**طَباخَ:** ث(ع) هڪ قسم جي ٺڪر جي ننڍي ٿالهي- تباڪ.
**طَباخِي:** ص. گهڻو کائيندڙ- پيٽوڙي.
**طَبا شِير:** ذ(ع) پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.
**طِباعَتَ:** ث(ع) ڇپائيءَ جو هُنر. ڇپائي.
**طِباعِي:** ث. (ع) غير معمولي ذهانت. طبيعت جي تيزي.
**طِباقُ:** ذ(ع) وڏي ٿالهي. ٿاٽَ.
**طَبَعَ:** ث(ع) خصلت. مزاج- سَياءُ. سرشت. ڇپائي- طباعت.
**طَبع ڪرڻ:** ڇاپڻ- شايع ڪرڻ.
**طَبَع آزمائي:** ث. ذهانت جو امتحان. آزمائش.
**طَبَع رَسا:** ص. تيز ذهن.
**طَبَع زاد:** ص. پنهنجي ذهن يا عقل مان نڪتل.
**طَبَعِي:** ص. ذاتي. اصلي. قدرتي- فطري.
**طَبَعِي حالَتَ:** ث. قدرتي حالت. ڪنهن زمين يا ملڪ جي جاگرافيائي حالت.
**طَبَعِي جاگرافِي:** ث. زمين جي اندرين ۽ ٻاهرين حالتن تي بحث جو علم.

**طَبَقُ:** ذ(ع) ٿالهي. ٿَهه- پَڙ. پَنو (زمين جو). سطح.
**طبق اُونڌا ٿيڻ:** بدبختي اچڻ.
**طبقات:** ذ(ع) "طبق" جو جمع.
**طبقات الارض:** ذ. زمين جا پَڙ- زمين جون هڪٻئي مٿان سطحون.
**طبقاتي جَنگ:** ث. سماج جي مختلف طبقن وچ ۾ ڪشمڪش.
**طَبقاتي نظام:** ذ. اڻ برابريءَ وارو سماج- ذات پات وارو معاشرو.
**طَبَقو:** ذ (ع) درجو- ڏاڪو. جڳهه جي هڪ منزل. گروهه يا فرقو (معاشري جو).
**طَبَلُ:** ذ(ع) وڏو ڍول. نغارو. ميرانو دهدبو.
**طبل بازُ:** ص. ڍول وڄائيندڙ. ڏوڪڙي.
**طبل باز گشت:** ذ. جنگ ۾ وڙهندڙ فوجين کي واپس گهرائڻ لاءِ نغارو.
**طَبل ڏيکارڻ:** رعب ويهارڻ.
**طَبل ڪرڻ:** دڙڪو دهمان ڪرڻ. فخر ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ. دهدبو ڏيکارڻ.
**طَبل وَڄائڻ:** ڍڪڙو وڄائڻ. خوشي ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ.
**طَبل هلائڻ:** اختياري يا حڪم هلائڻ.
**طَبلائي:** ص. طَبلو وڄائيندڙ- طبلي نواز.
**طَبَلچي:** ص. طبلو وڄائيندڙ- ڏوڪڙي.
**طَبلو:** ذ (ع) هڪ قسم جو وڄت جو ساز. هڪڙي پاسي وارو ننڍو ڍول- ڍڪڙ.
**طَبلي نواز:** ص. طبلو وڄائيندڙ- طبلچي- طبلائي.
**طَبو:** ذ. علاج- ڦڪي ٻڪي. حيلو.
**طِبي:** ص(ع) طِب جو- حڪيمي.
**طَبِيبُ:** ذ(ع) حڪيم- ويڄ.
**طَبِيبَن تات پوڻ:** بيمار ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ. محتاجيءَ ۾ پوڻ.
**طَبيباتو:** ص. حڪيم وارو- ويڄ وارو- ويڄاڻون.
**طَبِيبائي:** ث. طبابت جو فن- حڪمت.
**طَبيعَت:** ث(ع) خصلت- عادت. مزاج.
**طبيعَت بَحال ٿيڻ:** تندرستي ٿيڻ. آرام اچڻ. مزاج ۾ سرهائي ٿيڻ.
**طبيعَت بگڙڻ:** بيمار ٿيڻ. ڪاوڙجڻ- غصو اچڻ.
**طَبيعَت پرجڻ:** دل ٺهڻ. ڍوَ ٿيڻ.
**طَبيعَت شناس:** ص. حڪيم- ويڄ. ذهين.
**طبيعَت لڳڻ:** دل لڳڻ. شوق ٿيڻ.
**طِبيعيات:** ذ(ع) جسماني خاصيتن جو علم- فزيالوجي.

**طبيلو:** ذ(ع. طويله) گهوڙن ٻڌڻ جي جاءِ- ڪُڙهه.
**طِپانُ:** ص(ف) تڙپندڙ- لُڇندڙ. تپندڙ- ٿهڪندڙ.
**طَرار:** ص(ع) چالاڪ. چترزبان.
**طَرازَ:** ث(ع) ننڍيءَ هلڪي ٻيڙي.
**طَراوَت:** ث(ع) خوشي. فرحت. ساز جي تار.
**طَراوَت بَخشڻ:** تازگي ڏيڻ- فرحت بخشڻ.
**طَراوَت تازگي:** ث. آرام- سُڪون. مزو- لذت.
**طَرب:** ث(ع) خوشي- فرحت. مزو- لذت. اُمنگ- جذبو.
**طَرب اَنگيز:** ص. راحت ڏيندڙ. اُمنگ وڌائيندڙ.
**طَربناڪ:** ص. فرحت ڏيندڙ.
**طَربُوش:** ث. ترڪي ٽوپيءَ جو هڪ قسم.
**طَرَحَ:** ث(ع) انداز- نمونو. حالت. مشاعري ۾ شعر چوڻ لاءِ مقرر مصرع. (ظ) وانگر- مانند.
**طَرحون ڪرڻ:** اُملون ڪرڻ- ويچارا ڪيڻ.
**طَرحدار:** ص. سُهڻي نموني وارو. وضعدار. سهڻو سينگار ڪيل.
**طَرحي:** ص. طرح وارو غزل.
**طَرحِي مُشاعرو:** ذ. اهو مشاعرو جنهن ۾ مقرر طرح مصرع تي شعر پيش ڪني وڃي.
**طَرَحين طَرَحين:** ظ. قسمين قسمين- گهڻن نمونن سان.
**طَرزَ:** ث(ع) نمونو- ڍنگ- روش. طور طريقو. وضع- ٻيهڪ.
**طَرزباز:** ص. اٽڪلي- ڍنگ وارو.
**طَرز تَحريرَ:** ث. لکڻ جو ڍنگ. لکت جو نمونو.
**طَرز ڪلام:** ث. ڳالهائڻ جو ڍنگ- انداز گفتگو.
**طَرزِي:** ص. ڍنگ وارو- اٽڪلي.
**طَرَفُ، طَرَفُ:** ذ (ع) پاسو- ڏِسَ- سمت. رخ. ڪنارو. هڪڙو پاسو. ڌُر.
**طَرفان:** ظ. ڪن- وٽان. پاسي کان.
**طرفدار:** ص. حمايتي- پاسو ڪندڙ.
**طَرفداري:** ث. پاسو ڪرڻ- حمايت. رياءُ.
**طَرفداري ڪرڻ:** حمايت ڪرڻ- پاسو ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.
**طَرفَه:** ذ(ع) اک ڇنڀ.
**طَرفة العَين:** ث. اک ڇنڀ.
**طُرفَه:** ص(ع) نئون. انوکو- عجيب. انوکو. (ذ) حيراني- عجب.
**طَرفَين:** ذ(ع) ٻئي طرف. ٻئي ڌريون- ٻئي پاسا.

طُرو: ذ(ع؛طره) لونگي يا پٽڪي جو ڇيڙو. ڦندڻ (ٽوپي جو). ڪلنگي.
طَرِيق: ذ(ع) رستو- واٽ. طرز- ڍنگ- نمونو. رواج.
طَرِيقِ عَمل: ذ. ڪم ڪرڻ جو ڍنگ.
طَرِيقَتَ: ث (ع) تصوف جي اصطلاح موجب اندر جي پاڪائي. سلوڪ جي راه.
طريقت تورڻ: طريقت جي حالت وزن ڪرڻ.
طَرِيقو: ذ (ع) نمونو- ڍنگ- روش. قاعدو- دستور. رواج. ترڪيب- رستو. هلي چلي.
طريقو ٻُڌائِڻ: ڪنهن ڪم جو ڍنگ ٻڌائڻ. هدايت ڪرڻ.
طريقو ڪڍڻ: تدبير ڪرڻ- راه پيدا ڪرڻ.
طُرِيلُ: ص. طُري وارو- ڪلنگي وارو- ڇڱير.
طُرِيلو: ص. طُري وارو- پڳدار- رئيس.
طَشت: ذ(ع) ٿالهه- وڏو طباخ.
طشت از بامر: مشهوري- پڌرائي. رسوائي- بدنامي.
طَشتري: ث. ٿالهي.
طَعامُ: ذ(ع) رڌل کاڌو- ماني.
طعام قَيامر: ذ. کاڌو ۽ رهائش.
طعامو: ذ. کاڌو- طعام.
طَعَن: ذ(ع) ملامت- جڻ. ميار.
طعن تشنيع: ث. جڻ ڦڻ- ميار. ڏوراپو.
طعن لعن: ذ. لعنت ملامت- ڦِٽڪار.
طَعنو: ذ(ع) مهڻو- اوپالو. ميار. ڏوراپو.
طعنو اُڇلڻ: مهڻو ڏيڻ- ڏوراپو ڏيڻ.
طَعنا مهنا: ذ. طعنا ٽنڪا. ميارون ڏوراپا.
طعنو ٽُنڪو: ذ. ميار ۽ ڏوراپو.
طعنہ زَن: ص. طعنو هڻندڙ- مهڻو ڏيندڙ.
طَعني زَني: ث. مهڻا طعنا- طعني بازي.
طُغرو: ذ(ترڪي) پيچيده اکرن ۾ لکيل عبارت.
طُغياني: ث(ع) ٻوڏ- سيلاب. پاڻيءَ جو چاڙهه- اُٿل.
طِفلُ: ذ(ع) ٻار- ٻچو. ننڍڙو ٻار- ابهم. ڇوڪرو.
طفل مڪتب: ذ. شاگرد- متعلم. ناآزمودگار- سيکڙات.
طِفل مزاج: ص. ٻاراڻي طبيعت وارو. ڇوڪراڻي طبيعت.
طِفلِي: ث. ننڍپڻ- ٻاراڻي. ناداني.
طُفُولِيت: ث(ع) ٻالپڻ- طفلي. ناداني.
طُفَيل: ذ(ع) وسيلو- ذريعو. (ظ) ذريعي- وسيلي- معرفت.
طُفَيلي: ص. پُٺ نہ ڇڏيندڙ. لاڳُو. خوشامدي.
طُفِيلَڻ: م. خراب ڪرڻ. لتاڙڻ.
طلاَ: ذ(ف) سون. سونو پاڻي.
طلاڪار: ص. سونارو. ملمعي ساز.
طلاڪاري: ث. چانديءَ تي سونو پاڻي چاڙهڻ جو ڪم- مُلمعي سازي.
طَلائي: ص. سونو. سونهري. زرين.
طَلائي ورق: ذ. سون جو سنهڙو پترو.
طِلا: ذ(ع) ليپ- پلستر- مالش جي دوا.
طِلا جلق: مشت زنيءَ جي اثر کي ختم ڪندڙ ليپ.
طَلاسُ: ذ. آبخورو- وٽو- پيالو.
طَلاقَ: ث (ع) نڪاح ڇڏڻ. عورت کي شريعت موجب نڪاح کان آزادي.
طلاق ڏيڻ: زال کي ڇڏڻ. قطع تعلق ڪرڻ. ڇڏڻ- ڌڪارڻ.
طلاق وٺڻ: مڙس کان آزادي حاصل ڪرڻ. مڙس کي ڇڏي ڏيڻ.
طلاقنامو: ذ. طلاق جي لکت.
طلاقڻ: ث. طلاق ڏنل عورت.
طَلَبَ: ث(ع) گهُر- خواهش- سڌ. ٻُولا.
طلب ٿيڻ: ضرورت پوڻ- گهرج پوڻ.
طلب ڪرڻ: گهرڻ. سوال ڪرڻ. سڏائڻ.
طُلبا: ذ(ع) "طالب" جو جمع. شاگرد- متعلم.
طلبدار: ص. گهرندڙ. چاهيندڙ- خواهشمند.
طلبداري: ث. گهر- ٻولا. واسطيداري.
طلبگارُ: ص(ف) خواهشمند- ٻولائو- گهورو.
طلبنامو: ذ. گهر جو ڪاغذ- سمن.
طلبَڻ: م. گهرڻ. سوال ڪرڻ. خواهش ڪرڻ- سڌ ڪرڻ. ٻولا ڪرڻ.
طلبي: ث. گهر. سڏ. حاضري.
طِلسمُ: ذ(ع) جادو- سحر. جادوءَ جو کيل. هٿ نانگ- ڪيڏ.
طِلسم ٻڌڻ: ڪا عجيب غريب ڳالهہ ڪري ڏيکارڻ. جادو ڪرڻ.
طِلسمات: ذ. "طلسم" جو جمع.
طِلسماتي، طلسمي: ص. جادوءَ جو- جادوءَ وارو.
طَلعَتَ: ث(ع) ديدار- درشن. رخ- شڪل- صورت.
طلو: ذ. ڏماچ- ڪيمخواب (ڪپڙو).

**طُلُوع:** ذ(ع) سج يا چنڊ جي اُڀرڻ جي حالت- اوڀارو.
**طُلُوع ٿيڻ:** اُڀرڻ- نڪرڻ (سج، چنڊ، تارا).
**طُمّاع:** ص(ع) وڏو لالچي- وڏو حريص.
**طمانيت:** ث(ع) دلجمعي- اطمينان.
**طُمطراق:** ذ(ف) شان شوڪت- ڏوم ڏام. ٺٺ.
**طَمَع:** ث(ع) لالچ- لوڀ. حرص. خواهش.
**طمع ترڪڻ:** لالچ ڇڏڻ. خواهش ختم ڪرڻ.
**طمع جو تَس نہ پرجڻ:** حرص جو انت نہ هئڻ- لوڀ پورو نہ ٿيڻ.
**طمعدار:** ص. طمع رکندڙ- لالچي. آسروند.
**طمعداري:** ث. آسرو- اميد. لالچ.
**طمعي:** ص. طمع وارو- طاماعو- لالچي.
**طَمَنچو:** ذ(ف) ننڍڙي بندوق- پستول- تپاچو.
**طَناب:** ث(ع) طَنبو جي رسي. زمين ماپڻ جي رسي.
**طنابي:** ث. طول جي ماپ. روينيو ماپ.
**طَنبو:** ذ(ع) خيمو.
**طَنبور، طَنبُورو:** ذ(ع) هڪ قسم جو ساز.
**طَنبُوري:** ث. ننڍڙو طنبورو.
**طَنز:** ث(ع) چٿر- ٺٺول.
**طَنزيہ:** ص. طنز وارو- ٺٺول سان پريل (ڳالھ، قصو وغيره).
**طَنطَنہ:** ذ(ع) رعب- دبدبو. ٺٺ. تڪبر- گهمنڊ.
**طواف:** ذ(ع) چوڌاري ڦيرو- گهمرو. ڪعبة الله جي چوڌاري ڦيرو.
**طواف ڪرڻ:** چوڌاري ڦرڻ- ڦيرو ڪرڻ.
**طوالَت:** ث(ع) ديگھ- طول- لنبائي.
**طوائف:** ث(ع) گروهہ. قومون. قبيلا. نچڻ ڳائڻ واري عورت.
**طوائف المُلوڪي:** ث. بادشاهگردي- بدانتظامي.
**طُوبا، طُوبيٰ:** ذ(ع) بهشت جو هڪ وڻ.
**طَور:** ذ(ع) طريقو- ڍنگ- نمونو. (ظ) وانگر.
**طَور طريقو:** ذ. هلت چلت. نچڻ- فعال. نمونو- ڍنگ. ريت نيت.
**طُور:** ذ(ع) هڪ مقدس جبل- طورسينا.
**طوس:** ث. پشم جو هڪ قسم (اڇان، ڪاران يا ڳاڙهاڻ مائل پوري رنگ جي).
**طُوسي:** ص. طوس (خراسان) شهر جو رهاڪو. ڪپڙي جو هڪ قسم- خاڪي.
**طوطو:** ذ(ف) هڪ مشهور پکي- مِٺو- چَٽون.

**طوطي وانگر رَٽڻ:** بنا سمجھ جي ياد ڪرڻ.
**طوطا چَشم:** ص. بي وفا- بي مروت- اک ٻور.
**طوطا چشمي:** ث. بيوفائي- بي مروتي.
**طوعاً:** ظ. رضامنديءَ سان- پنهنجي رضا۽ خوشيءَ سان.
**طوعاً ڪَرهاً:** ظ(ع) خوشي يا ناخوشي- راضي يا بي راضي. هروڀرو- لاچار. خواهمخواه.
**طُوفان:** ذ(ع) سخت هوا. هوا جو ڏاڍو چوهو. شور- گوڙ. فساد- هنگامو.
**طُوفان اُٿارڻ:** تمام گهڻي ڳالا ڪرڻ- بُهتان مڙهن.
**طُوفان مچائڻ:** شور ڪرڻ- هُل ڪرڻ. فساد مچائڻ. گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.
**طوفان مَيل:** ذ. تمام تکي هلندڙ گاڏي- تيزرو.
**طُوفان نُوح:** اسم خاص. حضرت نوح عليہ السلام جي زماني ۾ خدا طرفان عذاب طور آيل تباهيءَ وارو طوفان.
**طُوفاني:** ص. طوفان جهڙو تکو۽ زوردار.
**طُوق:** ذ(ع) ڳچيءَ جو هڪ زيور. ڪنٺو (پکيءَ جي ڳچيءَ تي) ڳٽ.
**طوق پَتلو:** ص. ڳچيءَ جو ڳانو. محبوب- دلبر.
**طُول:** ذ(ع) ديگھ- لنبائي. وسعت.
**طول ڏيڻ:** ڊگهو ڪرڻ. ديگھ ڪرڻ. وڌائڻ (قصو، معاملو).
**طُول طَويل:** ص. تمام ڊگهو- تمام لمبو.
**طُول:** ث. پٽراٽي- رضائي- گاديلو.
**طُولانُ:** ذ. نيپرٽ ٽاڙي- سامان سڙو.
**طُولُ بَلد:** ذ(ع) ڊگهائي ڦاڪ. ڌرتيءَ جي اُتر قطب کان ونئي ڏکڻ قطب تائين خيالي ليڪ.
**طُول ڪَلامي:** ث. ڳالھ ۾ اجائي ديگھ. فضول گفتگو.
**طُومارُ:** ذ(ع) ڪتاب. دفتر. ڊگهو خط. وڏو بيان. قصو. ڪاغذن جو بنڊل. ڍگ- ڍير.
**طُومار ٻَڌڻ:** ننڍي ڳالھ کي وڌائي بيان ڪرڻ. ڊگهو قصو ڇيڙڻ.
**طَويل:** ص(ع) ڊگهو. دراز- لنبو.
**طَويلُ المَعياد:** ڊگهي عرصي لاءِ- ڊگهي عرصي وارو.
**طَويلو:** ذ(ع) گهوڙن ٻڌڻ جي جاءِ- ڪُڙھ.
**طَهارَتَ:** ث(ع) پاڪائي. صفائي. استنجا. مَسحو.
**طَهارَتَ ڪَرڻ:** پاخاني کان پوءِ استنجا ڪرڻ. پاڻيءَ سان ڌوئي بت کي پاڪ صاف ڪرڻ.

**طُهُر، طُهَرَ:** ث(ع) ختنو- سنت.

**طهر ويهارڻ:** ختنو ڪرائڻ- سنت ويهارڻ.

**طُهرائڻ:** م. طهر ويهارڻ- ختنو ڪرائڻ.

**طُهَرڻ:** م. ختنو ڪرڻ- سنت ڪرڻ. نقصان پهچائڻ.

**طهري:** ث. طاهري- ڳڙ ۾ رڌل پيٽ- منو پيٽ.

**طَهُور:** ص(ع) پاڪ- پوتر- صاف.

**طَهُورا:** ذ(ع) بهشت جو پاڻي.

**طَي:** ذ(ع) خاتمو- پڄاڻي. نبيرو. فيصلو. ڪنهن ڪم کي آخر تائين پهچائڻ.

**طي ٿيڻ:** پڄاڙي ٿيڻ. ختم ٿيڻ. برباد ٿيڻ.

**طي ڪرڻ:** ختم ڪرڻ. پورو ڪرڻ. فيصلو ڪرڻ. نبيرڻ.

**طيار:** ص(ع) تمام تکو اڏامندڙ.

**طيارو:** ذ(ع) هوائي جهاز.

**طَيِّبُ:** ص(ع) پاڪ صاف. سنو- عمدو. جائز.

**طَيرُ:** ذ(ع) پکي- پرندو.

**طيش:** ذ(ع) غصو- ڏمر- ڪاوڙ.

**طيش ڏيارڻ:** پڙڪائڻ- ڪاوڙ ڏيارڻ.

**طيش ۾ اچڻ:** ڪاوڙ ۾ اچڻ.

**طِينَت:** ث(ع) طبعي خصوصيت- خوءِ سڀاءُ. انساني فطرت- جبلت

**طُيُور:** ذ(ع) "طير" جو جمع- پکي پکڻ.




**ظ:** ذ(ع) اُچار "ظوئي". سنڌي الف- بي جو ٽيٽيهون اکر. عربيءَ جو سترهون ۽ فارسيءَ جو ويهون اکر. ابجد موجب عدد (900).

**ظالمُ:** ص(ع) ظلم ڪندڙ. سنگدل- بيرحم.

**ظالمانو:** ظ. ظلم سان ڀرپور. ظالم وانگر.

**ظاني:** ص. ظن ڪندڙ- گمان ڪندڙ- شڪ ۽ شرڪ ڪندڙ.

**ظاهرُ:** ظ(ع) چٽو- آشڪار- کليو. پڌرو- نروار.

**ظاهر ٿيڻ:** پڌرو ٿيڻ- نمودار ٿيڻ. چٽو ٿيڻ.

**ظاهر ڪرڻ:** کولڻ- پڌرو ڪرڻ. اُگهاڙڻ. وضاحت ڪرڻ.

**ظاهربين:** ص. فقط ظاهري حالت ڏسندڙ. ظاهري حالت تي هلندڙ.

**ظاهر پرست:** ص. ظاهرداريءَ ۾ قائل. ابن الوقت.

**ظاهرداري:** ث. ڏيکاءُ. ٻاهريون نمونو. مٿاڇرائي.

**ظاهري داري ڪرڻ:** طرفداري ڪرڻ- رياءُ ڪرڻ- ڏيکاءُ ڪرڻ.

**ظاهر ظُهُور:** ظ. کليو کلايو- پڌري پٽ. علي الاعلان.

**ظاهر و باطن:** ظ. اندر ٻاهر. پڌرو توڙي لڪ ۾.

**ظاهري:** ص. ڏيکاءُ وارو. پڌرو. ڏسڻ ۾ ايندڙ.

**ظاهريءَ طرح:** ڏسڻ ۾- ٻاهرئين نموني- ظاهر ۾.

**ظاهري:** ث. مشهوري- شهرت. پڌرائي.

**ظرافَت:** ث(ع) مسخري- کل ڀوڳ. چرچو گهبو.

**ظرافت آميز:** ص. کل ڀوڳ وارو- مذاق سان ڀريل.

**ظَرفُ:** ذ(ع) ٿانءُ. حوصلو- سهپ. گرامر ۾ اسم جي جاءِ، قدر، ريت وغيره ڏيکاريندڙ لفظ.

**ظرف ڏسڻ:** حوصلو ۽ همت ڏسڻ.

**ظرف ڏيکارڻ:** پنهنجي اصليت پڌري ڪرڻ.

**ظُرُوف:** ذ(ع) "ظرف" جو جمع. ٿانوَ- برتن.

**ظَرِيفُ:** ص(ع) چرچائي. خوش طبع- ڀوڳائي. کلمک.

**ظَفَرَ:** ذ(ع) فتح- سوڀ- ڪاميابي.

**ظفر تَکيو:** ذ. بيراڳڻ (ساڌوئن جي).

**ظفر جنگ:** ذ. جنگ جي فتح. هڪ فوجي خطاب.

**ظفرياب:** ص. سوڀارو- فتحمند.

**ظَل:** ذ(ع) پاڇو- سايو.

**ظل الله:** ذ. خدا جو سايو. بادشاهه.

**ظُلمُ:** ذ(ع) بي انصافي- انڌير. ستم. ڏاڍ- جبر- زيادتي. مصيبت- مشڪلات.

**ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهجڻ:** تمام گهڻو ظلم برداشت ڪرڻ- سختيون سهڻ.

**ظلم ڪرڻ:** انڌير ڪرڻ. وَيل ڪرڻ. ستم ڪرڻ.

**ظُلما ظُلمي:** ظ. ڏاڍ سان- زبردستي- جبراً.

**ظلم رَسيده** ص. ظلم هيٺ آيل- مظلوم.

**ظُلمي:** ص. قهري. بيرحم. ظالم.

**ظُلمات:** ث(ع) "ظلمت" جو جمع- اونداهيون. آب حيات جي

چشمي واري اونداهي.

**ظُلمَتَ:** ث (ع) اونداهي- تاريڪي- سياهي.

**ظُلمت ڪَدہ:** ذ. اونداهي جاءِ- ڪارانءِ وارو هنڌ.

**ظَنُ:** ذ (ع) خيال- گمان. راءِ. شڪ.

**ظَن رَسَڻ:** گمان ٿيڻ- پتو پوڻ.

**ظَن فاسد:** ث. بدگماني- بدظني.

**ظَني:** ص. خيالي- گماني. شڪي. بغض رکندڙ.

**ظِهار:** ذ (ع) طلاق جو هڪ قسم- زال کي پنهنجي ماءُ. ڀيڻ وغيره سان تشبيه ڏيڻ.

**ظُهرُ:** ذ (ع) اڳيڻ جو وقت- ٽپهري. اڳيڻ جي نماز.

**ظهورُ:** ذ (ع) پيدائش. وجود. ڏيکاءُ. پڌرائي.

**ظهور ٿيڻ:** ظاهر ٿيڻ. پڌرو ٿيڻ. ڏيکاري ڏيڻ. وجود وٺڻ.

**ظُهورو:** ذ. پڌرائي. ڏيکاءُ. نظارو- جلوو. ديدار.

**ظُهورو پَسائڻ:** ديدار ڪرائڻ.

**ظَهير:** ص (ع) ڪمزور- ناتوان. لاچار- بيوس.

**ظَهيري:** ث. اپرائي- ناتواني. بيوسي.



**ع:** ث (ع) اُچار 'عين'. سنڌي "الف- بي" جو چوٽيهون اکر. عربيءَ جو ارڙهون ۽ فارسيءَ جو ايڪيهون اکر. ابجد موجب عدد (70).

**ع:** عيسوي سن لاءِ نشان طور ڪم ايندڙ (مثلاً: 2003ع)

**عابدُ:** ص (ع) عبادت ڪندڙ. پرهيزگار.

**عاجُ:** ذ (ع) هاٿيءَ جي ڏند وارو مادو.

**عاج بَند:** ذ. عاج سان جڙيل- عاجڪو. عاج جو ڪم ڪندڙ ڪاريگر.

**عاجُڪو:** ص. عاج جو- عاج وارو- عاج بند.

**عاجِزُ:** ص (ع) ڪمزور- هيڻو- ضعيف. بيوس- مجبور- لاچار. غريب. ڪڪ- بيزار.

**عاجز ٿيڻ:** لاچار ٿيڻ- بيوس ٿيڻ. ورچڻ.

**عاجز ڪرڻ:** تنگ ڪرڻ- مجبور ڪرڻ- لاچار ڪرڻ. ورچائڻ- ڪڪ ڪرڻ.

**عاجزا:** ث (ع: عاجزه) عورت- نباتي.

**عاجزي:** ث (ع) ڪمزوري. بيوسي. مجبوري. منٿ- آزي.

**عاجزي ڪرڻ:** منٿ ڪرڻ- آزي نيزاري ڪرڻ.

**عاجگير:** ص. عاج جو ڪم ڪندڙ.

**عاجِلُ:** ص (ع) جلدباز- تکڙو. فوري طور ادا ڪرڻ وارو حق مهر.

**عاد:** اسم خاص. قديم زماني ۾ هڪ قوم جو نالو (حضرت هود عليہ السلا جي اُمت. جيڪا خدا جي نافرماني سبب تباهه ۽ برباد ٿي ويئي).

**عادَات:** ث (ع) "عادت" جو جمع- عادتون- خصلتون.

**عادَتَ:** ث (ع) خصلت- لَڇڻ. هيرَ. ريت. عِلتَ.

**عادت پوڻ:** هيرپوڻ- عادي ٿيڻ.

**عادت وجهڻ:** عادي ڪرڻ- هيرائڻ.

**عادتاً:** ظ. عادت کان- عادت جي ڪري- علت سبب.

**عادَتي:** ص. هيراڪ- هريل. خاص عادت وارو.

**عادِلُ:** ص (ع) عدل ڪندڙ- منصف- انصاف ڪندڙ.

**عادي:** ص. هيراڪ. علتي- بانڌاتي.

**عارُ:** ذ (ع) شرم. حجاب. عيب جو ٽڪو.

**عار ڪرڻ:** حياءُ ڪرڻ. حجاب ڪرڻ. عيب سمجهڻ.

**عارَب:** اسم خاص. ماتهوءَ جو نالو.

**عارباني:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**عارِضُ:** ذ (ع) ڳل- رخسار.

**عارض هئڻ:** پيش اچڻ. نمودار ٿيڻ.

**عارِضو:** ذ (ع) بيماري- روڳ. بهانو- سبب.

**عارِضي:** ص (ع) اتفاقي. غير مستقل.

**عارِضيءَ طَرح:** ٿوري وقت لاءِ- وقتي طور.

**عارِف:** ص (ع) صحيح طور حق سڃاڻندڙ. خداشناس. حق شناس. درويش. اعلي فڪر وارو. معرفت جو صاحب. وڏو صوفي.

**عارفاڻو، عارفانو:** ص. معرفت وارو. خداشناسيءَ وارو.

**عارفاڻو ڪَلام:** ذ. صوفيتوراڳ- خداشناسيءَ وارو ڪلام.

**عاري:** ص. عار ڪندڙ. خالي- ٺلهو. بيزار.

**عارِيتاً:** ظ (ع) عارضي- ٿورن ڏينهن لاءِ. اُڌاري طور.

**عازِم:** ص (ع) ارادو ڪندڙ. عزم ڪندڙ.

**عازمِ سفر:** ص.سفر جو ارادو ڪندڙ.

**عازمين حج:** حج لاءِ قصد ڪندڙ- حج جا پانڌيئڙا- حاجي سڳورا.

**عاشق:** ص(ع) چاهيندڙ- فريفته.پسند ڪندڙ.محبت ڪندڙ.

**عاشقان:** ذ."عاشق" جو جمع.

**عاشقانو:** ص.عاشقن وانگر- عاشق جهڙو.عشق وارو.

**عاشق صادق:** ذ.سچو عاشق.

**عاشق ٿيڻ:** چاهيندڙ ٿيڻ.محبت ڪرڻ.فدا ٿيڻ.

**عاشق مزاج:** ص.عاشقاڻي طبيعت وارو.

**عاشق معشوق:** ذ.هڪٻئي سان عشق ڪندڙ- مُحب ۽ محبوب.

**عاشقي:** ث.عشق- محبت.

**عاشُور، عاشوره:** ذ (ع) محرم مهيني جي ڏهين تاريخ. حضرت امام حسين رضہ جي شهادت جو ڏينهن.

**عاشورا:** ذ (ع) محرم مهيني جا پهريان ڏهه ڏينهن (جن ۾ حضرت امام حسين رضہ جي عزاداري ٿئي).

**عاصم:** ص(ع) نظر رکندڙ.بچائيندڙ.

**عاصي:** ص(ع) گنهگار- ڏوهاري.

**عاطفُ:** ص(ع) جهڪندڙ.مائل.

**عاطفَت:** ث(ع) شفقت- مهرباني.

**عافيَت:** ث(ع) سلامتي- بچاءُ.آرام- آسائش.خيريت.تندرستي.

**عافيت تنگ ڪرڻ:** ڪنهن جي عيش آرام ۾ دخل ڏيڻ.آرام سان ويهڻ نه ڏيڻ.

**عاقُ:** ص(ع) نافرمان- بي چيو.

**عاق ڪرڻ:** جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ.لادعويٰ ڪرڻ (ملڪيت ۽ معاملات مان).

**عاقبَت:** ث(ع) پڇاڙي.خاتمو.آخرت.قيامت.

**عاقبت انديش:** ص.دورانديش.اڳ پوءِ سنڀاليندڙ.

**عاقبت انديشي:** ث.دورانديشي.سياڻپ- عقلمندي.

**عاقبت خراب ڪرڻ:** پڇاڙي خراب ڪرڻ.آخرت برباد ڪرڻ.

**عاقر قرحو:** ذ(ع) ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**عاقلُ:** ص(ع) عقلمند- ڏاهو- سمجهو- سياڻو.

**عاقل بالغ:** عقل ۽ بلوغت کي پهتل- جوان- سمجهو.

**عاقُوبَت:** ث.جنڊ- تعدي- عقوبت.

**عاقي:** ص.نافرمان.هٺيلو- ضدي.

**عالَمُ:** ذ (ع) جهان- دنيا- زمانو- سنسار. مخلوق- آدم ذات. وقت- دور- سمو.حالت- صورت.

**عالم ڏيکارڻ:** دنيا ڏيکارڻ.انداز ڏيکارڻ.جواني ڏيکارڻ.

**عالم آرا:** ص.دنيا کي ٺاهڻ وارو- جهان سينگاريندڙ.

**عالمُ آشڪار:** ظ.دنيا ۾ پڌرو- مشهور.

**عالم ارواح:** ذ.ارواحن جو جهان- ٻيو جهان.

**عالم اسباب:** ذ.دنيا جو ساز سامان.

**عالم اَفروز:** ص.دنيا کي روشن ڪندڙ.سج- شمس.

**عالمَ اَڪبَر:** ذ.وڏو جهان.آخرت جو جهان.

**عالمَ بَالا:** ذ.فرشتن جي رهڻ وارو مٿاهون ماڳ (آسمان).

**عالم سفلي:** ذ.زمين.زميني زندگي.

**عالم صَغير:** ذ.انسان ۽ انسان جو جسم.

**عالم غيبَ:** ذ.لڪل جهان.

**عالم گير:** ص. دنيا فتح ڪندڙ. دنيا تي ڇانيل. (اسم خاص) مغل بادشاه محي الدين اورنگزيب جو لقب.

**عالم گير تحريڪ:** ث.دنيا تي پنهنجا اثر ڇڏيندڙ تحريڪ يا هلچل.

**عالم وُجود:** ذ.هستي- زندگي.موجودگي ۽ جي حالت.

**عالمَ پَناه:** ص (ف) دنيا کي حفاظت ۾ رکندڙ. بادشاه. (ث) ٻاهرين ديوار. حويلي،ڳوٺ يا شهر جي بچاءَ لاءِ ٻاهران چوڌاري شاهي پٽ يا ڪوٽ.

**عالم ناسُوت:** ذ.فاني دنيا.

**عالِمُ:** ص(ع) ڄاڻندڙ- ڄاڻو.پڙهيل.گهڻو پڙهيل.

**عالمُ الغيب:** ذ.غيب جون ڳالهيون ڄاڻندڙ. خدا تعاليٰ.

**عالم باعَمل:** ذ.علم تي عمل ڪندڙ عالم.

**عالم عارف:** داناءُ ۽ اڪابر ماڻهو.

**عالمائي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**عالَمي:** ص.دنيا جو- دنياوي- يونيورسل.

**عالمي قانون:** ذ.اهو قانون جيڪو سڄي دنيا/ سڀني مُلڪن تي لاڳو ٿئي.

**عالي:** (ع) بلند- اعليٰ- اُوچو.

**عالي تَبار:** ص.وڏگهرانو.شريف ڪٽنب وارو.

**عاليجاه:** ص.بلند مان مرتبي وارو.

**عاليجناب:** ص.وڏي مانَ وارو.

**عالي دماغ:** ص.وڏي مغز وارو- عقلمند- هوشيار.

**عاليشانُ:** ص.وڏي عزت وارو.وڏي رتبي وارو.

**عالي ظرف:** ص.وڏي حوصلي وارو.بردبار.

**عالي مرتبت، عالي مقام:** ص.بلند مرتبي وارو.

**عالي نَسب:** ص.اوچي پيڙهيءَ وارو- وڏو گهراڻو.

**عالي هِمت:** ص. وڏي همت وارو- دلير. بلند خيالات وارو. سخي-فياض.

**عامُ:** ص(ع) سڀئي- ڪُل.مشهور.رواجي- چالو.هلندڙ- مروج. هرهنڌ موجود.

**عام جام:** ص.هرهنڌ پکڙيل.هرهنڌ موجود.

**عام خاص:** ص.سڀ ماڻهو.

**عام راءِ:** ث.سڀنيءَ جو خيال- سڀني ماڻهن جو رايو.

**عام فَهمُ:** ص. جيڪو سڀئي سمجهي سگهن.آسانيءَ سان سمجه ۾ ايندڙ.آسان- سَولو.

**عام ڪرڻ:** مشهور ڪرڻ.سڀنيءَ جي استعمال لاءِ مهيا ڪرڻ.

**عام ماڻهو:** ذ.عوام الناس.

**عام مختيار:** ص.مالڪ جي طرفان اختياري اجازت نامو مليل.

**عام معافي:** ث.سڀنيءَ لاءِ معافيءَ جو اعلان.

**عام ميڙ:** ذ.عوامي مجلس- جلسو.

**عامِل:** ص(ع) ڪم ڪندڙ.عمل ڪندڙ.عملدار.تعويذات وغيره جو ڪم ڪندڙ.

**عامِلي:** ث.عامل جو ڌنڌو.عاملن جو پيشوا.ظاهري اقرار.

**عامِي:** ص.عام.عام جام.رواجي.پيٽ ۾ گهٽ درجي وارو.

**عاميانہ:** ص.عام ماڻهو جو- جاهلن جو.

**عائِد:** ص (ع) موٽي ايندڙ. ايندڙ. ٿيندڙ (واقعو يا عمل). روڪ-بندش.

**عائد ڪرڻ:** ذمي ڪرڻ.مٿان مڙهڻ (ذميداري).

**عائشہ:** اسم خاص.حضور پاڪ (ﷺ) جن جي بيبي سڳوريءَ جو نالو.

**عَباَ:** ث(ع) پيرن تائين پائڻ جو هڪ قسم جو ڊگهو ڪوٽ.

**عبادَت:** ث(ع) اطاعت (خدا جي).بندگي.نماز.

**عبادَتخانو، عبادَتگاهه:** ذ.عبادت جي جاءِ (مسجد وغيره).

**عبادت گُذار:** ص.بندگي ڪندڙ- عابد.

**عبادتي:** ص.عبادت ڪندڙ- عابد.مذهبي پابند.

**عبارَتَ:** ث(ع) تحرير- لکت.مضمون.لکتي.

**عبارَت آرائي:** ث.مضمون جي رنگيني.

**عبارَت نَويس:** ص.عبارت لکندڙ.مضمون نگار- ليکڪ.

**عَباس:** اسم خاص ماڻهوءَ جو نالو.

**عباسي:** ذ (ع) بغداد جي خليفن جو گهراڻو. هڪ ذات جو نالو- ڪلهوڙا.گُل جو هڪ قسم.

**عَبَث:** ص(ع) اجايو- بيفائدو- فضول.

**عَبدُ:** ذ(ع) بندو- ٻانهو.غلام- نوڪر.

**عَبدُالله:** ذ. الله جو ٻانهو. (اسم خاص) نبي سڳوري جي والد سڳوري جو نالو.ماڻهوءَ جو نالو.

**عَبداللطيف:** اسم خاص.سنڌ جي وڏي قومي شاعر جو نالو "شاه عبداللطيف ڀٽائي رحہ."ماڻهوءَ جو نالو.

**عَبدَيت:** ث.ٻانهپ- غلامي.بندگي.تابعداري.

**عبراني:** ذ(ع) يهودي.(ث) يهودين جي ٻولي.

**عبرَت:** ث(ع) حيرت- عجب.اچرج.نصيحت- سبق.

**عبرت انگيز:** ص.حيرت جهڙو.ڏيپ وارو.

**عبرت گاهه:** ذ.حيرت جي جاءِ.

**عبرت ۾ پوڻ:** حيرت ۾ پوڻ.

**عبرت وٺڻ:** نصيحت پرائڻ- سبق حاصل ڪرڻ.

**عبرتناڪ:** ص.حيرت جهڙو- سبق آميز.

**عَبقَريت:** ث(ع) سُٺائي- عمدگي.انوکائي.نَوانَ.

**عُبودَيتَ:** ث(ع) اطاعت.بندگي.ٻانهپ.

**عُبور:** ذ(ع) درياءُ يا رستو پار اُڪرڻ.اورانگهڻ.طَي ڪرڻ.لنگهُ. مَهارَت.دسترس.

**عُبور ڪرڻ:** هڪ پاسي کان ٻئي پاسي ڏانهن وڃڻ.پار ڪرڻ.

**عُبوري:** ث.عارضي- وقتي.

**عُبوري حُڪمنامو:** ذ.عدالت طرفان ڪنهن فيصلي جي تڪميل تائين وقتي حُڪم.

**عُبوري حُڪومت:** ث. چونڊن کان اڳ ۾ ملڪ ۾ ڪار وهنوار هلائڻ لاءِ جوڙيل عارضي حڪومت- نگران حڪومت.

**عَبيرُ:** ذ(ع) هڪ قسم جو خوشبودار وکر- عنبير.

**عتابُ:** ذ(ع) ڏمر- ڪاوڙ- غصو- ناراضگي.

**عترَتَ:** ذ(ع) اولاد- نسل.

**عَتيقُ:** ص(ع) پراڻو- جهونو.آزاد.بزرگ.

**عُثمانُ:** اسم خاص (ع) نبي سڳوري جي هڪ خليفيءَ اصحابي جو نالو.

**عثماني:** ص.حضرت عثمان رضہ سان نسبت رکندڙ.

**عَجائبَ:** ذ. "عجيب" جو جمع. حيرت جهڙيون شيون. عجيب- حيرت انگيز.

**عجائبات:** ذ "عَجائب" جو جمع.دنيا جون عجيب غريب شيون.

**عَجائب خانو، عَجائب گهرُ:** ذ. عجيب غريب شين رکڻ جي جاءِ (جن کي ماڻهو ڏسڻ اچن) - ميوزيم.

**عَجَبُ:** ذ (ع) حيرت- اچرج- تيرس- حيراني. (ص) عجيب- انوکو-نرالو.

**عَجب اسرار:** ذ. ڏاڍي حيرت. عجب رنگ. عجب جهڙي شيءِ.

**عجب جهڙو:** ص. حيرت انگيز- نادر.

**عجزُ:** ذ (ع) عاجزي- بيوسي- لاچاري. نوڙت. منٿ- آزي.

**عجز و انکساري:** ث. ميڙ منٿ. آزي نيازي.

**عُجلت:** ث (ع) جلدائي- تڪڙ- سيگهه.

**عَجَمُ:** ذ (ع) عربستان کان سواءِ بيو ڪو به ملڪ.

**عَجَمي:** ص. عجم جو رهاڪو. غير عربي ماڻهو- ڏاريو.

**عَجُوبو:** ذ (ع) عجيب شيءِ- انوکي چيز.

**عَجُوبه روزگار:** ذ. دنيا جي عجيب ۽ انوکي چيز (جنهن جهڙي دنيا ۾ بي نه ملي سگهي).

**عَجُوز:** ص. (ع) عاجز ماڻهو. ڪراڙي زال.

**عَجيبُ:** ص (ع) حيرت جهڙو- انوکو- نادر. بي مثال- لاثاني. نيارو. (محاوري ۾) پرين- دوست- محبوب.

**عَجيبائي:** ث. عجب واري حالت. عجب يا اچرج جو سبب.

**عجيب و غريب:** ص. انوکو ۽ نيارو.

**عَدالَتَ:** ث (ع) انصاف- نياءُ- نبيرو- فيصلو. انصاف جي جاءِ- ڪچهري- ڪورٽ.

**عدالت عاليه:** ث. هاءِ ڪورٽ- چيف ڪورٽ.

**عدالت ڪرڻ:** انصاف ڪرڻ- نياءُ ڪرڻ. داد ڪرڻ.

**عَدالتي:** ص. عدالت جو. قانوني- شرعي.

**عدالتي ڪم ڪرڻ:** انصاف جو ڪم ڪرڻ. شرعي نموني هلڻ.

**عَداوَت:** ث (ع) دشمني- وير- خصومت. دشمنو- ڪلفت.

**عداوَتي:** ص. دشمن- مخالف- ويري.

**عِدَّت:** ث (ع) اهو عرصو جنهن ۾ عورت کي ٻيو نڪاح ڪرڻو ناهي (چار مهينا ڏهه ڏينهن).

**عَدَد:** ذ (ع) انگ. تعداد- شمار. ڳڻپ.

**عدد تقسيمي:** ذ. رياضيءَ موجب ورڇ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ عدد.

**عَدد جمع:** ذ. گرامر ۾ گهڻين شين کي ڏيکارڻ جو لفظ.

**عدد شماري:** ث. انگن جي ڳڻپ. ڳاڻيٽو. نمبر شماري.

**عدد قطاري:** ذ. هڪ ٻئي پويان ترتيبوار انگ.

**عَدد مُنهَم:** ذ. ڇنيءَ طرح انداز نه جاڻائيندڙ انگ (مثلاً: سيپ. مڙيوئي وغيره).

**عدد مُرکب:** ذ. ڳنڍيل انگ. علم رياضيءَ موجب جزن ۾ تقسيم ٿيندڙ انگ.

**عدد مفرد:** ذ. اڪيلو انگ- جزن ۾ تقسيم نه ٿيندڙ انگ.

**عدد ناطق:** ذ. ڇتو انگ.

**عدد واحد:** ذ. هڪ انگ. گرامر ۾ هڪ جو انگ ڏيکارڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.

**عَدَدي:** ص. عدد وارو. تعدادي- شماري.

**عَدلُ:** ذ (ع) انصاف- نياءُ- فيصلو. داد. برابري- مساوات.

**عَدل پَرور:** ص. انصاف ڪندڙ- انصاف کي فروغ ڏيندڙ.

**عَدل ڪرڻ:** انصاف ڪرڻ- نياءُ ڪرڻ.

**عَدل گُستَري:** ث. انصاف- نياءُ.

**عَدَمُ:** ذ (ع) غير موجودگي- غير حاضري. نه هئڻ- نيستي.

**عَدم آباد:** ذ. ٻيو جهان.

**عَدم اَعتماد:** ذ. ڀروسو ختم ٿيڻ واري حالت.

**عَدم بجاوَري:** ث. حڪم نه مڃڻ جي حالت- حڪم عدولي.

**عدم پيدا:** ظ. غير حاضر. ناپيد. انلپ گم. روپوش.

**عَدم پيروي:** ث. لاپرواهي. غير حاضري (عدالت ۾ مقدمي دوران).

**عَدم موجودگي:** ث. غير حاضري.

**عَدم واقفيت:** ث. لاعلمي- اڻ ڄاڻائي.

**عَدَنُ:** ذ (ع) بهشت- فردوس. بهشتي باغ. (اسم خاص) ذڪرُ عربستان جي هڪ شهر ۽ بندر جو نالو.

**عَدُو:** ص (ع) دشمن- مخالف- ويري. رقيب.

**عَدُول:** ذ. نه مڃڻ جي حالت- نافرماني.

**عدُول حُڪمي:** ث. قانوني ڪارروائي ۾ ڳُس ڳَساءَ.

**عَدُولجَڻ:** م. بي فرمان ٿيڻ. ناقبول ٿيڻ.

**عَدُولَڻ:** م. ٻيري ڪرڻ. نه قبولڻ. لوڏڻ- ڌڪارڻ. نه مڃڻ. مرٽائڻ- واپس ڪرڻ.

**عَدُولي:** ث (ع) انڪار. موٽ- واپسي.

**عَديل:** ص (ع) جهڙو- مثل.

**عَديم:** ص. گم. ناپيد. لڪل- ڳجهو.

**عَديمُ الفُرصت:** ص (ع) جنهن کي واند ڪائي نه هجي- مصروف.

**عَديم المثال:** ص (ع) بي مثال- لاثاني.

**عَذابُ:** ذ (ع) اهنج- تڪليف- آزار- مصيبت. درد- سور. قهر.

**عَذابِ الاهي:** ذ. خدا جي طرفان نازل ٿيل مصيبت.

**عذاب سهڻ:** سورَسهڻ. مصيبتون ڪاٽڻ. تڪليفون پوڳڻ.

**عذاب ۾ پوڻ:** مصيبت ۾ جڪڙجڻ.

**عذاب نازل ٿيڻ:** خدا جو قهر مٿان پوڻ.

**عذار:** ذ(ع) ڳل- رخسار.

**عُذر:** ذ(ع) بهانو- سبب. اعتراض. معافي.

**عُذر هئڻ:** ڪنهن ويجهي عزيز جي موت سبب مقرر وقت تائين ڏک ۾ رهڻ ۽ خوشيءَ جهڙي ڪم ۾ شريڪ نه ٿيڻ.

**عُذر خواهي:** ث. فوتيءَ لاءِ افسوس جو اظهار- اعزا پرسي- پرچاڻي.

**عُذرداري:** ث. اعتراض. جوابي دعوي. حجت.

**عَذرا:** ث(ع) ڪنواري. بيبي مريم جو لقب. عورت جو نالو.

**عِراق:** اسم خاص(ع) وچ ايشيا جو هڪ ملڪ.

**عِراقي:** ذ(ع) عراق جو گهوڙو. تزي گهوڙو.

**عَرَب:** اسم خاص(ع) وچ مشرق جو هڪ ملڪ (ڪعبة الله ۽ نبي سڳوري جي روضي سببان مسلمان لاءِ متبرڪ). عربستان. (ص) عربستان جو رهاڪو. عربن جو نسلي نالو.

**عَرَبستان:** اسم خاص. عربن جو ملڪ (عرب+آستن).

**عَرب وَ عَجم:** ذ. سڄو جهان- سڄي دنيا.

**عَرَبي:** ص. عربستان جو رهاڪو. (ث) عربستان جي ٻولي.

**عُرس:** ذ(ع) وفات جي تاريخ تي ساليانيءَ فاتحه ۽ مجلس- ٻارهو.

**عَرشُ:** ذ(ع) ڇت. تخت. آسمان. نائون آسمان.

**عَرش آشيان:** ص. مرحوم.

**عرش تي چاڙهڻ:** تمام گهڻي تعريف ڪرڻ- پڏائڻ. خوشامد ڪرڻ.

**عرش ڪُرسي:** ث. تخت الاهي.

**عرش مُعَليٰ:** ذ. آسمان. نائون آسمان (جنهن تي خدا تعاليٰ جو تخت چيو وڃي ٿو).

**عَرشو:** ذ. بحري جهاز جون سڀ کان مٿيون طبقو.

**عَرصات:** ث (ع) "عرصه" جو جمع. قيامت جو ميدان. (سنڌي ٻوليءَ ۾ واحد طور مستعمل)

**عَرصو:** ذ(ع) ميدان. مفاصلو. ويڇو- وٿي. وقت. دير.

**عرصو لڳائڻ:** وقت لڳائڻ- دير ڪرڻ.

**عَرَضُ:** ث(ع) ٻي شيءِ جي وجود تي مدار رکندڙ عارضي خاصيت- "جوهر" جو ضد.

**عَرضُ:** ذ(ع) درخواست- گذارش. منٿ. ويڪر- ٻَرُ.

**عرض ڪرڻ:** منٿ ڪرڻ. گذارش ڪرڻ. سوال ڪرڻ.

**عَرض البلَد:** ذ. ويڪرائي ڦاڪ (ڌرتيءَ جو).

**عرض حال:** صورتحال جو بيان- حال جو اظهار.

**عرضدارُ:** ص. عرض ڪندڙ. منٿائو. سوالي.

**عَرضداشت:** ث. گذارش. درخواست. لکت ۾ درخواست.

**عرض مَعرُوض:** ذ. منٿ ميڙ.

**عَرضي:** ص. عرض ڪندڙ- عرضدار.

**عَرضي، عَرِيضي:** ث. لکت ۾ درخواست.

**عرضي نَويس:** ص. درخواستون لکندڙ- اسٽامپ وينڊر.

**عَرفً:** ظ(ع) يا- ٻيءَ طرح- ٻئي نموني.

**عُرفُ:** ذ(ع) ذاتي نالي سان گڏ سڃاڻپ لاءِ ٻيو مشهور نالو. عام نالو.

**عَرفات:** اسم خاص(ع) مڪي شريف کان 9 ميل پري هڪ ميدان ۽ جبل (جتي حج جي موقعي تي حاجي گڏ ٿي دعائون پڙهن ۽ اڳين ۽ وچين ۽ جون نمازون گڏ ئي پڙهن).

**عرفانُ:** ذ(ع) خداشناسي- حق تعالي جي سڃاڻپ.

**عَرَقُ:** ذ(ع) پگهر- پسينو. ڦل وغيره جو نپوڙيل رس. جڙين ٻوٽين جو ڇڪايل پاڻي.

**عَرقُ آلُود:** ص. پگهر ۾ شل.

**عرق ريزي:** ث. سخت محنت. جانفشاني. پگهر جو پورهيو.

**عِرق:** ث(ع) رڳ- نس. سَنڌ (عضوي جو).

**عِرقُ النساء:** ٽنگ جي پوئين نس ۾ سُور پوڻ جي بيماري.

**عُروجُ:** ذ(ع) چاڙهه. بلندي. ترقي. اوج.

**عروج تي پهچڻ:** ترقي ڪرڻ. مٿاهين درجي تي پهچڻ.

**عَروس:** ث(ع) ڪنوار- وَني.

**عَروس البِلاد:** شهرن جي ڪنوار- تمام سهڻو شهر.

**عَروضُ:** ذ(ع) شعر جي بحروزن معلوم ڪرڻ جو علم.

**عَروضي شاعري:** بحروزن سان پرپور شاعري- پابند شاعري.

**عُريان:** ص(ع) اگهاڙو- ننگو. بي پردي- اڻ ڍڪيل.

**عُرياني:** ث. اوگهڙ- برهانگي.

**عَرِيض:** ص(ع) ويڪرو. ٻڪڙيل. ويڪر ۾ وڏو.

**عَرِيضو:** ذ(ع) ننڍن کان وڏي ڏانهن لکيل خط.

**عَرِيضي:** ث. درخواست.

**عريضي نويس:** درخواست لکندڙ.

**عزَ:** ص(ع) وڏو. غالب. ڏاڍو. عزت ڪيل.

**عز و جَل:** ص. جنهن جي عزت ۽ تعريف هجي. خدا تعاليٰ.

**عز:** ث(ع) عزت- مان- شان. رتبو.

**عز و جاه، عز و شان:** ذ.مان مرتبو- شان شوڪت.
**عَزا:** ث(ع)ماتم.پرچاتي.
**عزادار:** ص.ماتم ڪندڙ- ماتمي.
**عَزادري:** ث.ماتم.
**عَزازَت:** ث.(ع) مائٽي- رشتيداري- سڱيٽائي.
**عَزازِيلُ:** ذ(ع) هڪ فرشتي جو نالو (جيڪو تڙيو ويو).
**عزائم:** ذ(ع) "عزم" جو جمع- ارادا.
**عِزَت:** ث (ع) آبرو- وقار- شان. شرف. ادب- تعظيم. آدرڀاءُ. ناموس.ساک-پَت.رتبو.
**عزت آبرو:** شان مان- وقار.
**عزت افزائي:** ث. ڪنهن معزز ماڻهو جي اچڻ تي ٿيل عزت.
**عزت تان هٿ ڪڻڻ:** بي عزت ٿيڻ.لاهي پاهي ٻيهڻ.
**عزت خراب ٿيڻ:** آبرو مٽيءَ ۾ ملڻ.شان وڃڻ.
**عزتدار:** ص.عزت وارو- معزز.
**عزت ڏيڻ:** مان ڏيڻ.(ڪنايتاً) بي عزت ڪرڻ.
**عزت رکڻ:** آبرو رکڻ.مان ڏيڻ.لحاظ ڪرڻ.نالي کي برقرار رکڻ.
**عزت لهڻ:** عزت وارو ٿيڻ- مان پائڻ.
**عزت ماب:** ص.وڏي عزت وارو- آنربل.
**عزت وڃڻ:** بيعزتي ڪرڻ.آبرو ونڃڻ.لڄ لٽڻ (عورت جي).
**عزت وڪڻڻ:** ذليل ٿيڻ.بي غيرتو ٿيڻ.
**عزرائيلُ:** ذ(ع) موت جو فرشتو- مَلَڪ الموت.
**عُزلَت نَشين:** ث(ع) ڪنڊوسائيندڙ- تنهائيءَ ۾ ويهندڙ- گوشہ نشين.
**عَزمُ:** ذ(ع) ارادو- قصد.نيت- منشا.
**عزم بالجزم:** ذ.پڪو ارادو.
**عزم ڪرڻ:** پختو ارادو ڪرڻ.
**عزم ناهڻ:** ڪوڙا بهانا ناهڻ- ڪوڙ ناهڻ.
**عُزَي:** اسم خاص(ع) عربستان جي هڪ مشهور بت جو نالو.
**عَزِيز:** ص (ع) پيارو- محبوب. مائٽ- رشتيدار. وڻندڙ. (ذ) خدا تعالي جو هڪ نالو.
**عَزِيز قريب:** مٽ مائٽ-سڱيا-رشتيدار.
**عَزِيزي:** ث.تعلق- نسبت.عزازت- مائٽي.
**عَزِيمَت:** ث(ع) ارادو- قصد- عزم.
**عَساڪر:** ذ(ع) "عسڪر" جو جمع.لشڪر- فوجون- سپاهَ.
**عُسرَت:** ث(ع) تنگي- ڏکيائي.غربت.
**عَسڪَر:** ذ(ع) لشڪر- فوج- سپاهه.
**عسڪري:** ص.سپاهي- فوجي.فوج يا سپاهه سان تعلق وارو.
**عَسَل:** ذ(ع) ماکي- شهد.
**عشا:** ث(ع) سومهڻيءَ جي نماز.
**عُشاق:** ذ(ع) "عاشق" جو جمع.
**عُشبو:** ذ.پسار ڪي وکر جو هڪ قسم.
**عَشر:** ذ(ع) ڏهه (10).
**عَشر مُبَشَر:** اسم خاص.نبي سڳوري جا اُهي ڏهه پيلارا اصحابي.جن کي جيئري بهشت ملڻ جي خوشخبري ڏني وئي.
**عُشرُ:** ذ(ع) ڏهون حصو.
**عُشر زڪوات:** ڏهون ۽ چاليهون حصو (ملڪيت مان) جيڪو غريبن ۽ محتاجن لاءِ وقف هجي.
**عُشر عَشير:** ص.ڏهين حصي جو بہ ٿورو يا گهٽ.تمام ٿورو.
**عشرَت:** ث(ع) عشق.مزو.خوشي.
**عشرت ڪده، عشرتگاه:** ذ.عيش جي جاءِ.
**عَشرَه:** ذ(ع) ڏهو.محرم جي ڏهين تاريخ- عاشورو.
**عشقُ:** ذ(ع) بيحد سڪ.پيار واري ڪيفيت.نينهن.
**عشق انڌو هئڻ:** عشق ۾ عقل وڃائجي وڃڻ- عقل جو عشق سان لاڳاپو نہ هئڻ.
**عشقباز:** ص.عشق ڪندڙ.حسن پرست.
**عشقبازي:** ث.محبت ۽ پيار واري رسم.
**عشق پيچ، عشق پيچان:** ذ.هڪ قسم جي ول (رنگين گلن واري).
**عشق حَقيقي:** ذ.خدا جي محبت- پڪي.
**عشق ڪمائڻ:** ڪنهن سان محبت ڪرڻ.
**عشق مجازي:** ذ.دنيوي عشق.ٿورو وقت هلندڙ پيار (ڪنهن ماڻهوءَ سان).
**عشق ۾ گهاري پوڻ:** پيار ۾ اٽڪ پوڻ.ٿيندڙ ڪم ۾ اوچتو رخنو پوڻ.
**عشقي:** ص.عشق وارو- عشق جو.عشق ۾ قاتل.عشقيہ.
**عشقيہ داستان:** ذ.عشق محبت وارو قصو- رومانوي لوڪ ڪٿا.
**عَشقين:** ندا.واهواه- آفرين.
**عِشوَه:** ذ(ع) ناز- ماتو- نخرو.
**عِشوَه ساز، عشوَه گر:** ص.نازنخرا ڪندڙ- معشوق.
**عشوه گري:** ث.نازانداز- ماتاتاتا.
**عَصا:** ث(ع) لٺ.

**عَصبيَت:** ث(ع) پنهنجائي- رشتيداري. پاسخاطري. رياڪاري.

**عَصرُ:** ذ(ع) زمانو- وقت- دور. وچينءَ جو وقت. وچينءَ واري نماز.

**عصمَت:** ث(ع) پاڪائي- پاڪدامني. عفت- سَتر.

**عصمَت دري:** ث. زوري زنا.

**عَصمت فَروشي:** ث. عزت وڪڻڻ جو ڌنڌو- طوائفپڻو.

**عصيانُ:** ذ(ع) گناه- پاپ- خطا.

**عُضوو:** ذ(ع) بدن جو ڪو به حصو- انگ.

**عُضوا اُڪڙڻ:** ڪمزور ٿيڻ. بخار واري حالت ٿيڻ.

**عضوو مخصوص:** ذ. مرد يا عورت جو تناسل وارو عضوو.

**عَطا:** ث(ع) بخشش- ڏات. سخاوت. ڏانُ.

**عَطا جو هٿ رکڻ:** احسان ڪرڻ- اَجهوءَ آسرو ڏيڻ.

**عَطا ڪرڻ:** بخشش ڪرڻ- ڏان ڏيڻ.

**عَطارُ:** ذ(ع) عطر وڪڻندڙ؛ ناهيندڙ- سرهيو.

**عَطارِدُ:** ذ(ع) نظام شمسي جو هڪ گره.

**عَطائي:** ص(ع) بخشش مليل. منگتو. راڳائي.

**عَطرُ:** ذ(ع) گلن يا ٻين شين جو سرهو سَتُ يا روغن. خوشبوءِ- سرهاڻ- سُڳند.

**عطر بيز:** ص. خوشبوءِ پکيڙيندڙ.

**عطر پاشي:** ث. عطر ڇٽڪارڻ جي حالت- خوشبوءِ پکيرڻ.

**عطرداني:** ث. عطر جي شيشين يا دٻلين رکڻ وارو ٿانءُ.

**عَطرِ عَنبير:** سرهاڻ جو سامان- سرها تيل ڦليل.

**عَطش:** ث(ع) اُڃ- پياس- تشنگي.

**عَطف:** ذ(ع) ٻن لفظن يا جملن کي پاڻ ۾ ڳنڍيندڙ لفظ- حرف عطف.

**عَطيہ، عَطيو:** ذ(ع) تحفي ۾ ڏنل شيءِ. تحفو- سوغات- سوکڙي.

**عُظامُ:** ص(ع) وڏو. عظمت وارو.

**عَظمت:** ث(ع) وڏائي. بزرگي. برتري- بلندي. شان- شوڪت.

**عُظميٰ:** ص(ع) وڏو. تمام وڏو.

**عَظيمُ:** ص(ع) وڏو. بزرگ. اُوچو. بلند. مٿاهون. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

**عَظيمُ الشان:** ص. وڏي رتبي وارو. وڏي مانَ وارو. وڏو.

**عفَتَ:** ث(ع) پاڪدامني- پارسائي.

**عفريت:** ذ(ع) ديو- ڀوت- آفت.

**عَفوَ:** ذ(ع) معافي. درگذر. بخشش.

**عفو ڪرڻ:** بخش ڪرڻ- معاف ڪرڻ.

**عَفُونَت:** ث(ع) بدبوءِ- ڌَپ- بانس.

**عَفي:** ص(ع) معاف ڪيل.

**عَفي عَنهُ:** (دعائيہ جملو) خدا کيس معاف ڪري.

**عُقابُ:** ذ(ع) هڪ قسم جو وڏو شڪاري پکي.

**عُقابي اکيون:** ث. نهايت تيز نگاهه واريون گهوريندڙ اکيون.

**عُقابيلُ:** ذ. عقاب جي کنڀن وارو تير (جنهن جي لام جي پاسن سان عقاب جا کنڀ لڳل هجن).

**عَقائد:** ذ(ع) "عقيده" جو جمع.

**عَقَبُ:** ذ(ع) پويون حصو- پٺ. (ط) پٺيان.

**عُقبَت:** ث(ع) سزا- سيکت- عقوبت. عذاب- ايذاءُ.

**عُقبيٰ:** ذ(ع) اڳيون جهان- ٻيو جهان.

**عَقدُ:** ذ(ع) نڪاح- وهانءُ.

**عقد ڪرڻ:** نڪاح ڪرڻ- شادي ڪرڻ.

**عَقدَ:** ذ. بنا موڪل دخل بابت ڪيل ڪارروائيءَ جو فارم.

**عُقده:** ذ(ع) ڳنڍ- گرهَ. منجهيل مسئلو. ڏکي ڳالهه.

**عقده ڪُشائي ڪرڻ:** مشڪل آسان ڪرڻ. مسئلو حل ڪرڻ.

**عَقرَب:** ذ(ع) وڇون. هڪ آسماني بُرج جو نالو.

**عَقَر قَرحو:** ذ. پسار ڪو وکر- عاقرقرحو.

**عَقلُ:** ذ(ع) سمجهه- فهم. سُرت. شعور- وقوف. ڏاهپ.

**عقل اُجهڻ:** مٽيون منجهڻ- وائڙو ٿيڻ.

**عقل اچڻ:** سمجهه اچڻ. بالغ ٿيڻ.

**عَقُلاٽتو:** ص. عقل جو- عقل وارو. عقلمند- ڏاهو. (ط) عقل سان.

**عَقل تي پردو پوڻ:** مَت مارجڻ. سمجهه نہ رهڻ. ڪا ڳالهه دماغ ۾ نوهڻ.

**عقل جا گهوڙا ڊوڙائڻ:** دليل پيش ڪرڻ. خيالي پلاءُ پچائڻ.

**عَقل جو امير:** (طنزيہ) بيوقوف- مورک- چوٽيو.

**عُقل جي مارَ:** ث. عقل جي ڪوتاهي- ڪُند ذهني.

**عقل چرخ ٿيڻ:** هوش گم ٿيڻ. حواس خطا ٿيڻ. حيران ٿيڻ.

**عَقل حيواني:** ذ. حيوان جي فطرت ۾ داخل ٿيل سمجهه- جبلت.

**عَقل دنگ رهجي وڃڻ:** وائڙو ٿي وڃڻ- منجهي پوڻ.

**عَقل ڏيڻ:** مَت ڏيڻ- صلاح ڏيڻ.

**عَقل ڪرڻ:** عقل کان ڪم وٺڻ- ڌيان ڏارڻ.

**عَقل کان ٻاهر هئڻ:** سمجهه ۾ نہ اچڻ.

**عَقُلمَند:** ص. عاقل- ڏاهو- داناءُ.

**عَقُلمَندي:** ث.ڏاهپ- دانائي- سياڻپ.

**عَقُل سَلِيم:** ذ.صحيح سمجهه.

**عَقُل وَند:** ص.عقل وارو- عاقل- داناءُ.

**عَقُل ويڙهائڻ:** سياڻپ واري اٽڪل ڪرڻ.

**عَقُلي:** ص.عقل جو- عقل وارو- سمجهه پريو.ذهني.

**عُقُوبَت:** ث(ع) سزا- ڇُڻ- سيڪت.

**عَقُوبَت خانو:** ذ.سزا گهر- تارچر سيل.

**عَقِيدَت:** ث(ع) اعتقاد.ميڃتا.ويساهه.

**عَقِيدت ڪيش، عقيدتمند:** ص.معتقد- ميڃيندڙ.پوئلڳ.

**عَقِيدو:** ذ(ع) اعتقاد- ايمان.مذهبي اُصول جي ميڃتا.

**عَقِيقُ:** ذ(ع) هڪ قسم جو پٿر (ڳهڻ ۾ ڄڙڻ طور ڪم اچي).

**عَقِيق البَحر:** ص.مرجان (پٿر).

**عَقِيق يَمني:** ذ.هلڪي ڳاڙهي رنگ جو اعليٰ قسم جو عقيق.

**عَقِيقو:** ذ(ع) هڪ رسم موجب نئين ڄاول ٻار جي مٿي جا وار لهرائڻ ۽ جانور ڪهي خيرات ڪرڻ.

**عُقيلي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**عَقِيم:** ص(ع) سَنڍ- وانجهه(عورت).

**عَڪاس:** ذ(ع) مصور.فوٽوگرافر.

**عڪاسي:** ث.فوٽوگرافي.تصوير ڪشي.منظرنگاري.

**عَڪس:** ذ(ع) پاڇو.اولڙو.پاڻي ۾ نظر ايندڙ تصوير.فوٽو.ڇاپو.

**عَڪس ڇِڪڻ:** فوٽو ڪڍڻ- تصوير ڇڪڻ.هوبهو نقشو ڪڍڻ.

**عَڪَسُ:** ذ.ضد- عداوت- وير.مخالفت.

**عَڪسان عَڪسُ:** ظ.ورُوڌسان- خارو ڇان.

**عَڪسجَڻ:** م.ويرر ڪڻ- دشمني رکڻ.

**عَڪسِي:** ص.ڇاپي وارو.دشمن- بد خواهه.

**عَڪسِي تصوير:** ث.ڇاپا چِتر.فوٽو.

**عڪسي ڇپائي:** ث.فوٽو اسٽيٽ مشين ذريعي لکت جو نقل- فوٽوڪاپي.

**عَڪسِي ڪُنڊ:** ث.180 درجن کان وڌيڪ درجن واري ڪُنڊ.

**عِلاج:** ذ(ع) دوا- سُتي ڦڪي.حيلو- چارو.

**علاج ڪرڻ:** دوادارون ڪرڻ.حيلو ڪرڻ.اُپاءُ ڪرڻ.

**علاج معالجو:** ذ.دوادرمل- بيماريءَ کان بچاءُ جا اُپاءُ ۽ سُتي ڦڪي.

**عَلاقو:** ذ(ع) ملڪ.صوبو.ملڪ جو حصو- خطو.تعلق- واسطو.

**عَلالت:** ث(ع) بيماري- اڳهائي- نا چاقائي.

**عَلام:** ذ.تمام گهڻو ڄاڻندڙ.

**عَلامِ الغُيُوب:** ذ.غيب جو ڄاڻندڙ- خدا تعاليٰ.

**عَلامَت:** ث(ع) نشان- اهڃاڻ.داغ- چٽ.بيماريءَ جا آثار.

**عَلامَه:** ص(ع) نهايت فاضل- داناءُ.وڏو عالم.

**عَلانيه:** ظ(ع) کُليوکُلايو- پڌري پٽ- ظاهر ظهور.

**علاوَه:** ظ(ع) سواءِ- کان سواءِ- بغير.

**علائقو:** ذ(ع) علاقو.پرڳڻو- صوبو.خطو.

**علت:** ث(ع) بيماري- مرض- اڳهائي.عادت

**علّتي:** ص.خراب عادت وارو- هيراڪ.عادتي.

**عَلحيدگي:** ث.جدائي.خلاصگائي.اڪيلائي- تنهائي.

**عَلحيدو:** ظ(ع) الڳ- جدا- ڌار.اڪيلو.نيارو.

**علحيدو ڪرڻ:** جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ.ڌار ڪرڻ.

**عِلَل:** ث(ع) "علت" جو جمع.عادتون- خصلتون.وصفون.صفات.

**عَلَمُ:** ذ(ع) جهنڊو- نشان.انگاس.

**عَلَمبَردار:** ص.جهنڊو کڻندڙ.اڳواڻ.

**عَلمدار:** ص.جهنڊي وارو- سردار.

**عَلَم طَوقُ:** ذ.جهنڊي جي چوٽيءَ ۾ لڳل چنڊ وارو ڪلس.

**عَلَم ڪڻڻ:** جهنڊو کڻڻ.اڳواڻي ڪرڻ.

**عِلمُ:** ذ(ع) ڄاڻ- آگاهي.تعليم- وِديا.سکيا.جادو منتر وغيره.

**علم اَدَب:** ذ.ڪنهن ٻوليءَ جي نثر ۽ نظم جا ڪتاب- لٽريچر.

**علم الاهي:** ڌرم شاستر.علم معرفت.

**علمُ اليَقِين:** ذ.دليلن ذريعي حاصل ٿيل ڄاڻ.

**علمائتو:** ص.علم سان لاڳاپو رکندڙ- علمي- شاستري.

**علم تَشرِيح:** ذ.بدن جي بناوت جو علم- شرير رچنا.

**علم تصوف:** ذ.روحانيت جي ڄاڻ ڏيندڙ علم- برهم وِديا.

**علم جَفر:** ذ.لڪل ڳالهين کي ظاهر ڪرڻ جو علم.

**علم دوست:** ص.علم ۾ دلچسپي رکندڙ يا عالمن سان صحبت ڪندڙ.

**علم عُرُوض:** ذ.موزون شعر جي بناوت جو علم- ڇند وِديا.

**علم فَلاحَت:** ذ.ٻني ٻاري يا پوکي راهيءَ جو علم.

**علم ڪلام:** ذ.خوش بياني- ٻوليءَ رس.

**علم ڪِيميا:** ذ.شين جي جُزن کي پاڻ ۾ ملائڻ يا جُدا ڪرڻ جو علم- ڪيمسٽري.

**علم لَدني:** ذ.غيبي علم.ڏات.

**علم لُغت:** ث.ٻوليءَ جي لفظن جي تحقيق جو علم.

**علمِ نُجوم:** ذ.تارن ۽ گرهن جي ايرڻ لهڻ ۽ انهن جي گردش جو علم- جوتش وِديا.

**علمِ هَيئَت:** ذ.آسماني ڪائنات جو علم.

**عِلمي:** ص.علم سان واسطو رکندڙ.

**عِلميَت:** ث.ڄاڻپ.قابليت.

**عُلَماء:** ذ(ع) "عالِم" جو جمع.وڏا عالم َفاضل.

**عَليّ:** اسم خاص.ماڻهوءَ جو نالو (علي محمد، علي بخش وغيره جو مخفف)

**عُلُو:** ذ(ع) بلندي- اوچائي.برتري.عزت- مرتبو.

**عُلوِي:** ذ.اعليٰ درجي جو.مٿاهون- بلند.آسماني- فلڪي.(ذ) فرشتو.

**عُلُوفو:** ذ(ع) ڪاڏي جي شيءِ- خوراڪ- راتب.پينشن- وظيفو.

**عُلُوم:** ذ(ع) "عِلم" جو جمع.

**عُلُومِ مَتعارِفہ:** ذ.پرڪيل سچائي.ظاهر ثابتي.

**عَلوِي:** اسم خاص.حضرت علي ع جو اهو اولاد جيڪو بيبي فاطمہ رضہ جي پيٽان نہ هجي.هڪ ذات جو نالو.

**عَلي:** ص(ع) اعليٰ- بُلند.(ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**عَليٰ:** حرف جر (ع) تي.۾.وٽ.ڪان.سببان.

**عليٰ الحِساب:** ظ.بنا حساب جي.ڳاڻيٽي ڪان سواءِ تُلهي ليکي.تخميني طور.

**عليٰ الخُصُوص:** ظ.خاص طرح- خصوصاً.

**علي الصُبوح:** ظ.صبح سان- صبح سوير.

**عليٰ الاعلان:** ظ.کُليو کُلايو- پڌري پٽ- ظاهر ظهور.

**عَليٰ هذالقياس:** جملو.انهيءَ طرح- ائين.

**عَليانُ:** ذ.تکن ڏندن وارو لغام.جيڪو ڏنگي ۽ مست گهوڙي کي ڏجي.

**عَليڪَ سَليڪَ:** ث.سلام دعا.واقفيت- ڄاڻ سڃاڻ.

**عليڪ چوڻ:** سلام جو جواب ڏيڻ- سلام ورائڻ.

**عَليلُ:** ص(ع) بيمار- اگهو- مريض.مرض ۾ هيٺو- ڪمزور.خفي- ڪڪ.چريو (عشق ۾)- مست.

**عَليمُ:** ص(ع) ڄاڻندڙ.(ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**عَلَيۃ:** ظ(ع) ان تي.اُن سان.

**علية الرحمة:** جملو.ان تي خدا جي رحمت هجي

**عَلية السلام:** جملو.ان تي سلام هجي.

**عَمُ:** (ع) چاچو.

**عَمزاد:** ص.چاچي جو پٽ- سؤٽ.

**عِمارَت:** ث(ع) اڏاوت.جاءِ- گهر.وڏي جاءِ- بلڊنگ.

**عمارت ساز:** ص.جايون ناهيندڙ- رازو- معمار.

**عمارتَ سازي:** ث.جاين جي اڏاوت جو هنر- تعميراتي ڪم.

**عمارتي:** ص.تعمير ۾ ڪم ايندڙ- اڏاوتي.

**عَماري:** ث(ع) هنياري- پالڪي.

**عَماليون ڪرڻ:** موجون ماڻڻ- عيش ڪرڻ.

**عَمامو:** ذ(ع) دستار.پڳ.

**عَمد:** ذ(ع) قصد- ارادو- نيت- منشا.

**عَمداً:** ظ.ارادي سان- هاسيڪار.ڄاڻي ٻجهي.

**عُمدگي:** ث(ف) چڱائي- سٺائي.سهڻائي- خوبي.

**عُمدو:** ص(ع) اُوچو- اعليٰ.وتندڙ.نهايت سٺو.برتر.بهترين.

**عِمر، عُمر:** ث(ع) حياتي- ڄمار- زندگي.عرصو- وقت.ماڻهوءَ جو نالو.

**عُمر بَسر ڪرڻ:** حياتيءَ جا ڏينهن گذارڻ.

**عُمر پر:** ظ.سڄي عمر لاءِ- پڇاڙيءَ تائين.

**عُمر دراز:** ظ.وڏي ڄمار وارو.

**عُمر رَسيدو:** ص.وڏي عمر وارو- پوڙهو- پيرسن.

**عُمر قيد:** ذ.ويهہ سال قيد جي سزا.

**عُمر وِڃڻ:** ڄمار گذرڻ- حياتي پوري ٿيڻ.

**عمرانيات:** ث(ع) معاشرتي علم- سماجيات- سوشيالوجي.

**عُمراڻي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**عُمرڪوٽ:** اسم خاص.ميرپور خاص ضلعي ۾ هڪ شهر ۽ قلعي جو نالو.

**عُمرو:** ذ(ع) حج جي موقعي کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ وقت مقرر رسم طور ڪعبة الله جو طواف ڪرڻ ۽ عبادت ڪرڻ.

**عُمق:** ذ(ع) اونهائي (پاڻيءَ جي).اوچائي- اوچائيءَ واري ماپ.

**عَملُ:** (ع) ڪَمُ- ڪرت- فعل.تعميل- بجاآوري.منتر جادو وغيره.

**عَمل ڪرڻ:** پوئواري ڪرڻ- بجاآوري ڪرڻ.مشق ڪرڻ.

**عَملدارُ:** ص.عمل ڪرائيندڙ.آفيسر.حڪم.

**عَملداري:** ث.عمل جي اختيار جو دائرو.آفيسري.

**عَمل دَخَلُ:** ذ.اختيار.قبضو.

**عَمل در آمد:** ذ.تعميل.ڪارروائي.

**عَملاً:** ظ.عملي طور- حقيقت ۾.

**عَملو:** ذ(ع) ڪاتي جا ملازم.اسٽاف- اٿالو.

**عَملي:** ص.عمل ڪيل.جنهن تي عمل ٿي سگهي.ڪارگر.

**عَملي صُورت:** ث. ڪنهن ڪم تيڻ واري حالت- عمل.

**عُمُود:** ذ(ع) ٿنڀ- سُتون. سدائي ءِ اُڀي ليڪ.

**عُمودِي:** ص. اُڀو- سَنئون.

**عُمودي مَرڪَز:** ذ. جاميٽريءَ ۾ ٽڪنڊي اندر اهو ٽڪو، جتي اُڀي ليڪا چي ملي.

**عَمُومه:** ص(ع) رواجي- معمولي- عام.

**عموماً:** ظ(ع) عام طرح- گهڻو ڪري- اڪثر.

**عَميقُ:** ص(ع) اونهو- گهرو- اٿاه.

**عنا:** ث(ع) محنت- مشقت. ڏاکڙو. اهنج. آزار.

**عُناب:** ذ(ع) هڪ قسم جو پسار ڪو وکر- آهو پير.

**عُنابي:** ص. ڳاڙهو- سرخ.

**عناد:** ذ(ع) دشمني- ويرُ. عداوت- مخالفت.

**عَناصر:** ذ(ع) "عنصر" جو جمع. ماديات (دنيا ۾ پيدا ٿيل شين جا مادا. مکيه چار عناصر: هوا، باه، پاڻي ۽ مٽي).

**عنان:** ث(ع) واڳ- لغام.

**عنايات:** ث(ع) "عنايت" جو جمع. مهربانيون- ٿورا.

**عنايَت:** ث(ع) مهرباني- ڪرم. شفقت. نوازش.

**عنايت ڪرڻ:** احسان ڪرڻ. عطا ڪرڻ (تحفو). بخشش ڪرڻ.

**عَنبَرُ:** ذ(ع) ابرق جو ٻُورو- گُلال. ڳاڙهو رنگ، جيڪو خوشيءَ جي موقعي تي زالون هڪٻئي کي هڻن.

**عَنبر سارا:** ذ. خالص عنبر- نج عنبر.

**عَنبرين:** ص(ف) عنبر جي رنگ جهڙو. خوشبودار.

**عَنبير:** ذ. عَنبر- عَبير.

**عند:** ظ(ع) ويجهو- نزديڪ- قريب.

**عندالطلب:** ظ(ع) گُهرڻ تي.

**عَندَليبُ:** ث(ع) بلبل (پکي)- پوري.

**عنديه:** ذ(ع) راءِ- مرضي- ارادو.

**عَنصَرُ:** ذ(ع) اصل- بنياد. مفرد شيءِ. اصل مادو.

**عَنصري:** ذ. اوائلي- ابتدائي- شروعاتي.

**عُنفُوان شَبابُ:** ذ (ع) ڦوه جواني. جوانيءَ واري تازگي. جوانيءَ واري طاقت.

**عُنقا:** ذ(ع) هڪ خيالي پکي. (ص) ناياب- اڻلڀ.

**عُنقا جو شڪار ڪرڻ:** ناممڪن ڳالهه تي جي ڪوشش ڪرڻ.

**عَنقَريبُ:** ظ(ع) تمام جلد- تمام ويجهو.

**عَنڪَبُوت:** ث(ع) ڪوريئڙو.

**عُنوانُ:** ذ(ع) سرو- سُرخي- هيڊنگ. موضوع.

**عَواقب:** ذ(ع) "عاقبت" جو جمع. پڇاڙي- خاتمو.

**عَوامَ:** ذ(ع) "عام" جو جمع. عام ماڻهو- عام خلق. رعيت.

**عَوامُ الناس:** ذ. عام ماڻهو- مخلوق.

**عَوامِل:** ذ(ع) "عامِل" جو جمع. سبب- طريقا.

**عَوامي:** ص. عام ماڻهن جو. عوام سان نسبت رکندڙ.

**عَوامي حَڪُومت:** ث. عوام جي چونڊيل حڪومت- جمهوريت.

**عُودُ:** ذ(ع) هڪ قسم جي ڪاٺي (جنهن جي ٻارڻ سان خوشبو پيدا ٿئي)- اگرُ. هڪ قسم جو ايراني ساز.

**عُود:** ص. ڪارسرو- ڪاريرو (رنگ). هلڪو واڱڻائي رنگ.

**عَورَتَ:** ث(ع) زال- ناري. گهرواري- جوءِ.

**عورتاڻو:** ص. عورت جو- عورتن وارو.

**عورتپڻو:** ذ. عورت هئڻ واري حيثيت.

**عورت ذات:** ث. زال جو قسم- عورت جي جنس- عورت- ناري.

**عوَضُ:** ذ(ع) بدلو- عيوضو. بَدو. (ظ) بدران- پاران- بدلي ۾.

**عوَض وٺڻ:** عيوضو وٺڻ. انتقام وٺڻ.

**عَهدُ:** ذ(ع) زمانو- وقت- دور. حڪومت جو زمانو. قول- انجام- واعدو- وچن. پڪو ارادو.

**عَهد ڪرڻ:** انجام ڪرڻ- قول ڪرڻ.

**عَهد پَيمانُ:** ذ. قول اقرار- انجام اقرار. ٻول وچن. صلح جا شرط.

**عَهد حُڪومت:** ذ. بادشاهيءَ جو زمانو- حڪومت جو دور.

**عَهد شڪني:** ث. واعدي خلافي. بيوفائي. انجام نه پاڙڻ جي حالت.

**عَهدنامو:** ذ. بادشاهن درميان اقرار جي لکت. قبوليت. تحريري معاهدو.

**عُهدو:** ذ(ع) رتبو. سرڪاري منصب.

**عَهدي:** ص. جنگ تي چڙهندڙ بهادر.

**عَهديدارُ:** ص (ف) رتبي وارو- عهدي وارو. ڪنهن سرڪاري عهدي تي مقرر اهلڪار. آفيسر.

**عَئلي عَئلي:** نعري هڻڻ جو هڪ آواز- اي علي! اي علي!

**عَئلي عَئلي ڪرڻ:** دانهون ڪرڻ. رڙيون ڪرڻ.

**عيادَتَ:** ث(ع) بيمارڪان مزاج پُرسي.

**عيادَتي:** ص. عيادت ڪندڙ- مزاج پرسي ڪندڙ.

**عَيارُ:** ص(ع) چالاڪ- مڪار. ٺڳ- فريبي.

**عَياري:** ث. چالاڪي- ٺڳي- فريب- دغابازي.

**عَياش:** ص (ع) عيش ڪندڙ. شوقين- بدڪار- اوباش. آرام پسند. موج ۽ سک سان حياتي گذاريندڙ.

**عياش پسند:** ص.عياشي ڪندڙ- عيش پرست.

**عَياشي:** ث.عيش عشرت.بد ڪاري- اوباشي.سک ۽ آرام.

**عَيالُ:** ذ(ع) ٻار ٻچا- ڪٽنب- آڪهه.

**عَيالدارُ:** ص.ٻچڙيوال- اولادي.وڏي ڪٽنب وارو.

**عَيالي:** ص.عيالدار.ٻچڙيوال.

**عَيان:** ظ(ع) ظاهر- چٽو- پڌرو.

**عَيبُ:** ذ(ع) وڏ- نقص.خرابي.قصور- گناه.

**عيب آپار:** ذ.بيشمار عيب.

**عيبائتو:** ص.عيب وارو- عيبدار.اڻ سالم.نڪمو.

**عيب ثَوابُ:** ذ.چڱائي مڻائي- ٻرائي ڀلائي.

**عيب پوش:** ص.عيب ڍڪيندڙ.

**عيب جُو:** ص.عيب ڳوليندڙ- ويڪر.

**عَيب جُوئي:** ث.گلا خوري.نڪته چيني.

**عَيبدارُ:** ص.وڏ وارو- نقص وارو.

**عيب لائڻ:** ٽڪو لائڻ.الزام مڙهڻ.

**عيب ڍَڪڻ:** نقص لڪائڻ.پردو رکڻ- ڍڪ ڪرڻ.چشم پوشي ڪرڻ.

**عَيبي:** ص.عيب وارو.ناقص.روڳي- بيمار.

**عيدَ:** ث(ع) مسلمانن جو خوشيءَ وارو وڏو ڏينهن (شوال جي پهرين تاريخ رمضان جي عيد.ذوالحج جي ڏهين تاريخ حج واري عيد).وڏو ڏينهن.خوشيءَ جو ڏينهن.ڏهاڙو.جشن.خوشي.

**عيد اڳٽري:** ث.مينهن وسنديءَ جو ٽيڙ.

**عيد اڳٽري پائڻ:** سنو ويس پائڻ.

**عيدالأضحيٰ:** ث.ذوالحج جي ڏهين تاريخ واري نماز ۽ خوشيءَ جو ڏينهن- قربانيءَ واري عيد.

**عيدالفطر:** ث.رمضان جي خاتمي تي شوال جي پهرين تاريخ واري نماز ۽ خوشيءَ جو ڏينهن- روزن واري عيد.

**عيدانُو:** ص.عيد جو پلاءُ وغيره.

**عيدَ بَراءَ:** ث.شعبان مهيني جي 15 تاريخ واري عيد (عقيدي موجب انهيءَ رات ٻندن لاءِ رزق جي ورڇ ٿئي).

**عيد ٿيڻ:** عيد وارو ڏينهن اچڻ.تمام گهڻي خوشي ٿيڻ.

**عيد جو چنڊ:** محبوب.مڻڪن مهانگو.دير سان ٿيندڙ ملاقات.

**عيد ڪرڻ:** خوشي ڪرڻ- بهاري ڪرڻ.

**عيدگاهه:** ث.عيد نماز پڙهڻ لاءِ وڏو ميدان يا جامع مسجد.

**عيد گيد:** ذ.عيد ۽ ان کان بعد وارو ڏينهن.

**عيدَ ميلاد:** ث.نبي سڳوري جي ولادت جي خوشيءَ وارو ڏينهن.

**عيدَن:** اسم خاص.ماڻهوءَ جو نالو.

**عيدي:** ث.عيد جي سوکڙي.

**عيسيٰ:** اسم خاص (ع) هڪ پيغمبر سڳوري جو نالو.ماڻهوءَ جو نالو.

**عيسائي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**عيسائي:** ث.حضرت عيسيٰ عليه السلام جو پوئلڳ.مسيحي.

**عيسوي:** ص(ع) حضرت عيسيٰ جي ولادت سان شروع ٿيل سنه.

**عَيشُ:** ذ(ع) خوشي.آرام- آسائش.خواهش جي تڪميل.شهوت پرستي.مزو.

**عيش اُسرڻ:** خوشي باقي نه رهڻ- بي آرامي پيدا ٿيڻ.

**عيش ڪرڻ:** مزا ماڻڻ.

**عيش پَسند:** ص.شوقين.آرام طلب.

**عَيش عشَرت، عيش و نشاط:** ث.زندگيءَ جا مزا.عياشي.نفساني خوشيون.

**عَيشي:** ص.عيش وارو- عيش جو.نفس پرست.

**عَيشي جيئڙو:** ص.عيش پسند.آرام پسند.عياش.

**عيلَ:** ث.توبهه- بس- بان.

**عَينَ:** ث(ع) اک- چشم- نيڻ.(ظ) خاص.ساڳيو.هوبهو.

**عَين المال:** ذ.مُوڙي.صافي پيل نفعو.زمين جي پيل.

**عَينُ اليَقين:** ذ.اکين ڏٺو يقين.

**عَين بَين:** ظ.هوبهو- ساڳيو- نس پس.

**عَين ٿيڻ:** معلوم ٿيڻ- پڌرو ٿيڻ.

**عين قرار لهڻ:** مَتّ ٿيڻ- نعم البدل ٻڌڻ.

**عَين لَهر (عين الهر):** ذ.ٻليءَ جي اک.جواهر جو هڪ قسم.

**عَين وقت:** ذ.انهيءَ وقت.صحيح موقعو.

**عَيني:** ص.اکين ڏٺو.ڏٺل.

**عَيني شاهد:** ذ.اکين ڏٺو گواهه.

**عَينَڪَ:** ث(ع) چشمو- نظر وڌائڻ لاءِ خاص شيشن وارو فريم.

**عَينڪي:** ص.عينڪ پاتل- چشمائي.

**عيوَضُ:** ذ(ع: عوَض) بدلو.بدلي ۾ ڏنل شيءِ.اجورو.معاوضو.موٽ ۾ ڏنل سگ- بدو.

**عيوضائتو:** ذ.عيوض ۾ ڏنل رقم.

**عيوض ڏيڻ:** بدلو ڏيڻ.اجورو ڏيڻ.

**عيوض مُعاوضو:** ذ.ڏي وٺ.بدل سدل.

**عيوضو:** ذ.عيوض- بدلو.اجورو.

**عيوضي:** ص.ٻئي جي بدران ڪم ڪندڙ.قائم مقام.



غ: ث.(ع) اُچار 'غَين'. سنڌي "الف- بي" جو پنجٽيهون اکر. عربيءَ جو اوڻيهون ۽ فارسيءَ جو ٻاويهون اکر. ابجد موجب عدد هزار (1000).

غارَ (ٿ)، غارُ: ذ(ع) جبل ۾ وڏو سوراخ- گهار- غفا- چُرَ. سُرنگهه.

غار ٿيڻ: اوڙاهه ۾ پوڻ. ٻڏڻ- غرق ٿيڻ (پاڻيءَ ۾). تباهه ٿيڻ.

غارِ حرا: اسم خاص. عربستان ۾ جبل "حرا" جي چُرَ (جنهن ۾ نبي سڳوري ﷺ نبوت ملڻ کان اڳ خدا جي عبادت ڪندو هو).

غار ڪرڻ: غار ۾ اڇلڻ. تباهه ڪرڻ- برباد ڪرڻ. گم ڪرڻ. ٻوڙڻ- غرق ڪرڻ.

غارَت: ث (ع) دشمن تي ڪيل حملو. لُٽ مارَ. بربادي- تباهي. (ص) تباهه- برباد.

غارَت ڪرڻ: تباهه ڪرڻ. برباد ڪرڻ. گم ڪرڻ.

غارَتگر: ص. تباهه ڪندڙ. لُٽيندڙ- لُٽ مار ڪندڙ.

غارَتگرَي: ث. لُٽ مار. تباهي- بربادي.

غاريبو: ص. غريباڻو. غريبي مسڪيني.

غاريقُون: ذ(ف) جلاب طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

غازه: ذ (ف) هڪ قسم جو خوشبودار گلابي پائوڊر (جيڪو عورتون ڳلن تي هڻن). سُرخي- لالي.

غازِي: ذ(ع) ڪافرن سان وڙهندڙ مسلمان سپاهي. (ص) بهادر. گهوڙو.

غازِي مَرد: ذ. بهادر ماڻهو. گهوڙو.

غاسِل: ذ(ع) ميت کي غُسل ڏيندڙ- غسال.

غاشو: غاشيہ) اُٺ تي وجهڻ جو ڪپڙو- پلاڻ. ^^ذ(ع:

غاصِبُ: ص(ع) زبردستي حق کسيندڙ. ٻئي جو حق هڙپ ڪندڙ.

غاضب: ص(ع) غضب ڪندڙ- ظلم ڪندڙ- ظالم.

غافِلُ: ص(ع) بي ڌيان. بيخبر. بيپرواهه. سست. مدهوش.

غافل ڪرڻ: بي ڌيان ڪرڻ. بيهوش ڪرڻ.

غافلاڻو: ص. غفلت وارو. غافل جو.

غافلائڻ: م. غافل ٿيڻ. لاپرواهه ٿيڻ.

غافِلي: ث. غفلت. بي ڌياني. بيفڪري.

غالِبُ: ص (ع) فتح ڪندڙ. جيتيل- کٽيل. ڏاڍو. زبردست. سرسي ڪندڙ.

غالب پوڻ: سوڀ ڪرڻ. حاوي ٿيڻ. بيوس ڪرڻ.

غالباً: ظ(ع) شايد- يقيناً- گهڻو ڪري.

غاليچو: ذ(ف) اُنَ يا پشم سان نهيل گلڪاريءَ سان فرش- قالين.

غائِبُ: ص (ع) گم. پوشيدو- لڪل- ڳجهو- مخفي. غير حاضر- غير موجود.

غائب ٿيڻ: گم ٿيڻ- الوپ ٿيڻ. روپوش ٿيڻ.

غائبانہ، غائباڻو: ظ(ع) پرپٺ- غير موجودگيءَ ۾.

غائر: ص(ع) اونهو- عميق. وسيع.

غايَت: ص (ع) پڇاڙي- انتها. آخري حد. غرض- آخر مطلب. (ص) انتهائي- بيحد.

غُبارُ: ذ(ع) ڌوڙ- دز- مٽي. ڌنڌ- اندوڪار. رنج- ملال.

غُبار آلود: ص. مٽيءَ هاڻو.

غُبار ڪڍڻ: دل جو بخار ڪڍڻ. ارمان ڪڍڻ. حسرت پوري ڪرڻ. چوهه ڇنڊڻ.

غُبارو: ذ(ع) ڦوڪڻو. گئس سان ڀريل وڏو ڦوڪڻو.

غُبارچِي: ص. بم گولي کي باهه ڏيندڙ. توبچي- توبزن.

غَبغَب: ث(ع) ڪاڏي- ڪاڏيءَ واري ڪَڏ (جيڪا سُونهن ۾ ڳڻجي).

غَبَنُ: ث(ع) خيانت- خردُبُرد. امانت ۾ گهوٻي.

غبن ڪرڻ: گهوٻي هڻڻ- خيانت ڪرڻ.

غَبِي: ص(ع) ڪند ذهن- ڏڏ- موڳو.

غَپِي: ص. گهڻو ڳالهائيندڙ. ڊاڙي- ٻاڙي.

غَدارُ: ص (ع) فسادي. باغي. دشمن (ملڪ جو). دغاباز. (ذ) تمام وڏو شهر.

غَداري: ث. بغاوت. دغابازي. نمڪ حرامي.

غَدَرُ: ذ(ع) فساد- بلوو- هنگامو. بغاوت.

غُدودُ: ذ(ع) ماس جو ڳوڙهو- مُشڪ. خلط.

غذا: ث(ع) کاڌو- خوراڪ. خصلت- عادت- هير.

غذا تي وجهڻ: هير تي وجهڻ. ڌنڌوتي وجهڻ. ڍنگ تي وجهڻ.

غذاءِ لطيف: ث. هلڪي خوراڪ- سادو ۽ هضم ٿيندڙ کاڌو.

غذائي: ص. کاڌي سان نسبت رکندڙ شيءِ- کاڄرو.

غذائيَت: ث. کاڌي جا طاقتور جزا.

غُرابُ: ذ(ع) ڪانءُ.

غَرارو: ذ(ع: غراره) گُرڙو- نڙيءَ تائين گُرڙي.

غَرائِبَ: ذ (ع) "غريب" جو جمع. اَنوکيون شيون. عجائبات واريون حالتون. حڪايتون يا حقيقتون.

غُربُ: ذ. وڻ جو هڪ قسم.

غُربا: ذ(ع) "غريب" جو جمع. مسڪين.

غُربَتَ: ث(ع) مسڪيني- مفلسي- اَتهوند.

غُربت ۾ گهارڻ: مفلسيءَ ۾ زندگي گذارڻ.

غَرضَ: ث(ع) ضرورت- گهرج- حاجت. خواهش. پرواهه- ڪاڻ.

غرضَ ڪڍڻ: ڪاڻ ڪڍڻ- پرواهه ڪڍڻ.

غَرضُ: ذ(ع) ڪم. لالچ (ض) حاصل ڪلام- مطلب ته.

غَرضائتو، غَرضائُو: ص. گهرج وارو- ضرورتمند. خودغرض- مطلبي. واسطيدار. دلچسپي رکندڙ.

غَرض ته: حرف جملو. تنهن لاءِ- تنهن واسطي.

غرضُ پوڻ: ڪم پوڻ- مطلب پوڻ.

غرض رکڻ: اميد رکڻ. مطلب رکڻ. واسطو رکڻ.

غرضمند: ص. ضرورتمند- گهُرجائو.

غرضِي: ص. غرض وارو. حاجتمند.

غُرفو: ذ. روشندان- ڳڙکو.

غَرق: ص(ع) ٻڏل. مصروف (ڪم ۾)- مشغول. غلطان.

غرق ٿيڻ: اوڙاهه ۾ پوڻ. ٻڏڻ. گم ٿيڻ. تباهه ٿيڻ.

غَرقابُ: ص. اونهو (پاڻي)- تار. ٻڏل- غرق.

غَرقابي: ث. ٻوڏ- سيلاب.

غَرقجَڻ: م. ٽٻيءَ ۾ هجڻ- ڪنهن خيال ۾ غرق هجڻ.

غَرقِي: ص. ٻڏل. گم ٿيل- غرقاب.

غُرُوبُ: ذ(ع) لهڻ (سج يا چنڊ)- اُلهڻ.

غُرورُ: ذ(ع) تڪبر- گهمنڊ- فخر- هَٺ- آڪڙ.

غُرورُ ڪرڻ: تڪبر ڪرڻ.

غُرَه: ث(ع) قمري مهيني جي پهرين تاريخ.

غريبُ: ص(ع) مفلس- مسڪين- ڪنگال. عاجز. محتاج. عجيب. مسافر.

غَريب الوطن، غريب الديار: ذ. وطن کان ٻاهر- پرديسي. مسافر.

غريبائو: ص. مسڪينيءَ وارو- سادو سودو.

غَريباواڙُ: ذ. غريبائو طبقو- غريب طبقي جا ماڻهو.

غَريب تَن: ص. جنهن وٽ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو نه هجي- اُگهاڙو.

غريب پَروَر: ص. غريبن کي سنڀاليندڙ. اميرن جو لقب.

غريب خانو: ذ. گهر (پنهنجو گهر).

غريب غربو: ذ. مسڪين. مسافر. هر ڪو ماڻهو.

غريب نَواز: ص. غريبن کي نوازيندڙ. سخي.

غَريبِي: ث. غربت- مسڪيني- مفلسي.

غَرِيق: ص(ع) ٻڏل- غرق.

غَريق رحمت: ص. خدا تعاليٰ جي رحمت ۾- مرحوم.

غڙَپ: ذ. ڳيت جو آواز. لنگهائڻ يا ڳهڙائڻ جو آواز.

غڙَپ ڪرڻ: ڳيهي وڃڻ- ڳهڻ. هضم ڪرڻ.

غَزا: ث(ع) جهاد- ڪافرن سان جنگ.

غزا ٿيڻ: همت ٿيڻ- مردانگي ٿيڻ.

غَزالُ: ذ(ع) هرڻ. هرڻ جو ٻچو.

غزال چشم: ص. وڏين اکين وارو- هرڻ اکي.

غَزالي: اسم خاص. اسلام جي وڏي فلسفيءَ متڪلم امام محمد بن احمد جو لقب.

غَزَلُ: ذ(ع) حُسن ۽ عشق جي مضمون وارو شعر.

غزل خوان: ص. خوش الحانيءَ سان غزل پڙهندڙ.

غَزل گو: ص. غزل لکندڙ شاعر.

غزوات: ث(ع) "غزوه" جو جمع.

غَزوَه: ذ(ع) ڪافرن سان لڙائي (جنهن ۾ نبي سڳورو شريڪ هجي).

غَسالُ: ص. غسل ڏيندڙ (ميت کي).

غُسُلُ: ذ(ع) سڄو جسم ڌوئڻ. وهنجڻ. مڙدي کي وهنجارڻ.

غُسلخانو: ذ. وهنجڻ جي جاءِ- وهنجڻ خانو.

غُسل ڏيڻ: ميت کي وهنجارڻ.

غُسل ڪرڻ: وهنجڻ- پاڪ ٿيڻ.

غَسُول: ذ. وهنجڻ جي ڪم جون شيون (صابڻ، پاڻي وغيره).

غَش: ص(ع) بيهوش. ماندو- ستو. ڍڪريل.

غش ٿيڻ: بيهوش ٿيڻ- ڍڪجڻ. حيران ٿيڻ.

غَشي: ث. بيهوشي. ٻوڏڙو. ماندائي. حيراني.

غَصَبُ: ذ(ع) ظلم. بي انصافي. زبردستي سان قبايل حق.

غصب ڪرڻ: زوري قبائڻ. ٻئي جي حق تي ڌاڙو هڻڻ.

غُصو: ذ(ع) ڪاوڙ- چڙ- ڌمر.

غصو پيئڻ: ڪاوڙ روڪڻ. غم کائڻ.

غصو چڙهڻ: ڪاوڙ اچڻ- طيش اچڻ.

**غَضَبُ:** ذ(ع) غصو- قهر- ڏمر. مصيبت. ظلم- انڌير.

**غضب الاهي:** ذ. خدا جو قهر.

**غضب نازل ٿيڻ:** قهر پوڻ. مصيبت اچڻ.

**غضب ڪرڻ:** قهر ڪرڻ. حيرت جهڙو ڪم ڪرڻ.

**غَضبناڪ:** ص. ڪاوڙيل. چڙيل- ناراض. قهري.

**غَضَبي:** ص. قهار- ظلم ڪندڙ- ستمگر.

**غَضنفَرُ:** ذ(ع) شينهن. بهادر- سورهيه.

**غُفا:** ث. چُرَ- سرنگهه- غار.

**غفارُ:** ص(ع) معاف ڪندڙ- بخش ڪندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**غَفلتَ، غفلَت:** ث(ع) بيخبري- اڻڄاڻائي. بي ڌياني. ڀُلَ- غلطي. ويسر. سُستي. ننڊ.

**غفلت ڪرڻ:** سستي ڪرڻ. بيپرواهي ڪرڻ.

**غفلت شعار:** ص. سُست- ڪاهل. بيپرواهه. گهيلو.

**غفلتي:** ص. غافل. ويسر ڪندڙ.

**غَفُور:** ص(ع) معاف ڪندڙ. خطا بخش ڪندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**غَفُورالرحيم:** ص. بخش ڪندڙ ۽ رحم ڪندڙ. ٻاجهارو.

**غَفير:** ص(ع) بي اندز- تمام گهڻو. (ذ) تمام وڏي جماعت- انبوهه.

**غُلُ:** ذ(ف) هُل- شور- گوڙ.

**غلاظت:** ث(ع) گندگي- ڪِن ڪچرو. ناپاڪائي- نجاست- پليتي. گدلائي.

**غلافُ:** ذ(ع) چوَ- ڇَڇَ. پوش. پٿراڻي. وهاڻي، گادي ۽ وغيره جو پٽڙ.

**غلاف چاڙهڻ:** پوش چاڙهڻ. لڪائڻ- ڇپائڻ.

**غُلامُ:** ذ(ع) زرخريد چوڪرو- ٻانهو- گولو. نوڪر. تاش جو هڪ پتو. (ص) تابعدار- مطيع.

**غُلام بنائڻ:** ٻانهو ڪرڻ. خريد ڪرڻ (احسان سان). مطيع ڪرڻ.

**غُلام زادو:** ص. غلام جو اولاد- گولاڙو.

**غلام گردش:** ث. صَحن ۽ ڪمرن جي چوڌاري ورانڊو.

**غُلامُون:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو (غلام محمد جو مخفف).

**غُلامي:** ث. ٻانهپ- گولپ. تابعداري. فرمانبرداري- اطاعت.

**غلامي ڏيڻ:** نوڪري ڏيڻ. خدمت ڪرڻ. هروقت حاضري ۾ هجڻ.

**غَلبو:** ذ(ع) واڌارو- گهڻائي. برتري. فتح. حملو. طاقت- زور.

**غلبو پائڻ:** فتحياب ٿيڻ- غالب ٿيڻ.

**غَلبي راءِ:** ث. گهڻائيءَ وارو رايو- اڪثريتي فيصلو.

**غَلطَ:** ص(ع) اڻ درست- غيرصحيح. ڪوڙ.

**غلط العام:** ذ. عام ماڻهن جي ڪيل غلطي جيڪا درست سمجهي وڃي.

**غلط بياني:** ث. ڪوڙو بيان.

**غَلط سَلط:** ذ. ڪوڙ سچ.

**غَلطَ فهمي:** ث. ناسمجهي. ڀُل چُڪ. خطا.

**غلط نامو:** ذ. ڪتاب ۾ ٿيل غلطين جي فهرست- ڀُلنامو.

**غَلطانُ:** ص(ف) ٻڏل- غرق. مشغول. رُڌل (ڪم ۾).

**غلطان ٿيڻ:** ٻُڏي وڃڻ (ڳڻتي يا خيال ۾)- محو ٿيڻ. بيهوش ٿيڻ.

**غلطان و پيچان:** ص. اٿلندڙ پٿلندڙ. فڪرمند. پريشان. ٻُڏترُ ۾.

**غلطان ۽ گولو:** ذ. جاءِ جي اڏاوت جو هڪ نمونو. دروازي جي مٿان آيل ونگ.

**غَلطاني:** ث. محويت. مصروفيت.

**غَلطي:** ث. ڀِلَ- چُڪ- خطا. ناسمجهي.

**غلطي ڪڍڻ:** نقص معلوم ڪرڻ. درست ڪرڻ.

**غُلغُلو:** ذ(ف) شور- غوغاءُ. مشهوري- ڌوم- هاڪ.

**غلمانُ:** ذ(ع) "غلام" جو جمع. چوڪرا. بهشتين جي خدمت لاءِ غلام.

**غُلُو:** ذ(ع) نهايت مصروفيت. عقل ۾ اچڻ جهڙو وڌاءُ.

**غُلُو ڪرڻ:** حد کان وڌيڪ مبالغو ڪرڻ.

**غلولو:** ذ(ع) گُليل. گليل جو گوڙهو- گلولو.

**غَلہ:** ذ(ع) اناج- اَنُ.

**غلہ فروش:** ص. اناج وڪڻندڙ- مودي.

**غَليظُ:** ص(ع) گندو- ڪنو. لُڙاٽيل (پاٽيت)- گهاٽو.

**غَليفُ:** ذ. ڍَڪ- پردو. غلاف. چوَ (ڪپڙي جو).

**غُلَيلَ:** ث(ع) مٽيءَ جي گوڙهن اُڇلڻ جو ڪمان وارو اوزار. ٻه سانگي ڪاٺي ۽ مان ٺهيل ننڍي گُليل.

**غُليلو:** ذ. غلولو- گلولو.

**غَمُ:** ذ(ع) رنج- ڏک- افسوس. ارمان- ملال. ماتم. ڳڻتي.

**غَم غلط ڪرڻ:** دل وندرائڻ- روح پرچائڻ.

**غم کائڻ:** افسوس ڪرڻ. صبر ڪرڻ. درگذر ڪرڻ.

**غَمّاز:** ص(ع) چغلخور- جُوتت. چاري- جاسوس. اک سان اشارو ڪندڙ.

**غَمازي:** ث. چغلي- جُوتي. جاسوسي.

**غَمائتو:** ص. غم وارو- دلسوز- افسوسناڪ.

**غمتّار:** ص. ڏک لاهيندڙ. همدرد.

**غمخوار:** ص.همدرد-ڏکيائي.هڏڏوکي.

**غمخواري:** ث.همدردي.دلداري.

**غمدل:** ص.غمگين دل وارو.اسم خاص.سنڌ جي هڪ مشهور شاعر جو نالو.

**غمزده:** ص.ڏکويل-مغموم.

**غمزو:** ذ (ع) اک يا ڀروڻ جو اشارو- ميڇ-اُهڃ. ناز- نخرو. انگل.ماتو.

**غمزا هڻڻ:** نخرا ڪرڻ.بهانا ڪرڻ.ٺٺ ڪون هڻڻ.

**غمزباز:** ص.ميڇ ڏيندڙ.حرفتي- چالاڪ.

**غمگسار:** ص.همدرد-ڏکيائي.

**غمگينُ:** ص(ف) رنجيده-ڏکويل-مغموم-اُداس.

**غمگيني:** ث.افسوس-رنج-ڏک.اداسي.ملال.

**غمناڪ:** ص.درديرو-ڏکويل.ويڳاڻل.

**غمي:** ث(ف) موت.وفات جو افسوس.

**غنا:** ث(ع) شاهوڪاري-دولتمندي.بي نيازي.

**غنا:** ذ(ع) راڳ.گيت-نغمو.

**غنائيت:** ث.موسيقي-سرود.راڳ واري لئي.

**غُنچو:** ذ (ف) ڪلي- مکڙي- شگوفو. جهرمٽ (گلن.ٻوٽن.وڻن جو) باغيچو.

**غُنڊو:** ص.بدمعاش-لفنگو.بدچال-اوباش.

**غُنڊاگردي:** ث.بدمعاشي.جهيڙو فساد.

**غُنو:** ذ(ع) نڪ مان نڪرندڙ "ن" اکر جو آواز.

**غُنود:** ص.سُتل-سُمهيل.آرامي.غافل.

**غُنودگي:** ث (ف) خمار (ننڊ يا نشي جو)- ڳهر. مدهوشي ٻنڪي-اوجهراتي.

**غَني:** ص (ع) شاهوڪار- دولتمند. بيپرواه- بي نياز. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**غُنيسقو:** ذ.پسار کي وکر جو هڪ قسم.

**غَنيمُ:** ذ (ع) ڦرلٽ ڪندڙ. دشمن. دشمن جو لشڪر. لشڪر. بي اندازماتهو-انبوه.

**غَنيمَت:** ث (ع) لٽ جو مال. دشمن کان کسيل مال. بنا محنت جي هٿ آيل مال. برڪت- خوش قسمتي.

**غنيمَت ڄاڻڻ:** جيڪي ملي سو گهڻو سمجهڻ. خوش قسمت سمجهڻ.

**غَنيمَت هجڻ:** چڱو هجڻ- سٺو هجڻ. ڪافي هجڻ- جهجهو هجڻ.

**غَواص:** ص (ع) غوط خور- ٽوٻير- ٽوٻو. اونهو ويندڙ؛ حقيقت معلوم ڪندڙ.

**غَواصي:** ث.اونهائيءَ ۾ وڃڻ واري حالت- اونهي ٽٻي.

**غَوث:** ذ (ع) ولايت جو هڪ درجو (جنهن ۾ بندو فقط خدا جي ياد ۾ مشغول رهي ٿو).

**غوث الاعظم:** ص. سڀ کان وڏو ولي- شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جو لقب.

**غوث الحق:** ص.حق وارووني-وڏو بزرگ.

**غَورُ:** ذ (ع) سوچ- ويچار- فڪر. اونهو خيال. ڪنهن شيءِ جي اصليت سمجهڻ وارو خيال.

**غور طَلب:** ص.سوچڻ لائق-ويچارڻ جهڙو.

**غور ڪرڻ:** سوچ ويچار ڪرڻ.ڌيان ڪرڻ.

**غور و خوض، غور و فِڪر:** ذ.سوچ ويچار.

**غوراب:** ذ.سڙهن جي زورتي هلندڙ وڏو ٻيڙو.ٻاتيءَ جو جهاز.

**غَورَس:** ذ.اتساه- جوش-شوق.سعيو- ڪوشش.

**غوطو:** ذ(ع) ٽٻي.ٻُڏتر.

**غوطا کائڻ:** ٽٻيءَ ۾ پوڻ.سوچ ويچار ڪرڻ.دل مں هڻڻ.

**غوطي خور:** ص.ٽٻي هڻي سمنڊ وغيره جي تري مان موتي ڪڍندڙ. ٽوٻو-ٽوٻير.

**غوغا، غوغاءَ:** ذ.شور-هُل-گوڙ.وڏو آواز.

**غولُ:** ذ(ع) جن ڀوت-غيبات.

**غولُ:** ذ(ف) انبوه-ٽولو-جٿو-ميڙ.

**غياث:** ذ.آزادي-رهائي.فرياد-دانهن-پڪار.

**غَيبُ:** ذ(ع) غيرموجودگي.ڏسجڻ ۾ نه اچڻ.لڪ.راز-ڳجهه.

**غيب جو علم:** ذ.لڪل ڳالهيون ڄاڻڻ.آئيندي جا واقعا ڄاڻڻ.

**غيب دان:** ص.ڳجهه جون ڳالهيون ڄاڻندڙ.عالم الغيب.

**غَيبي:** ص.لڪل-ڳجهو-خفيه.آسماني.

**غيبي حساب هڻڻ:** جن ڀوت جو اثر هڻڻ.

**غيباتو:** ص.غيب جو.اڻ ڄاتل.گمنام.ندتڪو-لاوارث.

**غَيبات:** ث.ڏسجڻ ۾ نه ايندڙ مخلوق (جن.ڀوت.پريون).

**غَيبت:** ث.غير حاضري- عدم موجودگي.راز-ڳجهه.

**غيبَت:** ث(ع) گلا- ننڊا.عيب جوئي.لائي چائي.

**غيبَتي:** ص.گلاخور.لائي چوئي ڪندڙ.

**غَيرُ:** ذ(ع) گندگي- ميرُ.ڪٽُ.بيائي.ويچو.ڪلفت.

**غَير:** ص (ع) ٻيو. ڌاريو. جدا- مختلف- ڌار. (ظ) سواءِ- بنا.

پراهون.ٻاهريون.

**غيرآباد**: ص.ويران-اُجڙ.

**غير آئِيني**: ص.مُلڪ جي بنيادي قانون جي ابتڙ.

**غيرجانِبدار**: ص.واسطو نہ رکندڙ- بي تعلق.

**غيرجانِبداري**: ث. ڪنهن جو طرف نہ وٺڻ- بي رياثي.

**غيرجِنسَ**: ص.ٻئي قسم جو.ٻيءَ قوم مان.ڌاريو.

**غَير حاضُر**: ص.جيڪو موجود نہ هجي.غائب-گم.

**غيرحاضري**: ث.غيرموجودگي.

**غيرذميدار**: ص.ذميواري نہ سنڀاليندڙ.لاپرواهہ.

**غيرشفاف**: ص. جنهن مان آرپار نہ ڏسي سگهجي (شيشو وغيره). ڏنڌلو-اڻ صاف.

**غيرشخص**: ذ.ڌاريو ماڻهو.اڻ واقف ماڻهو. جنهن ماڻهوءَ جو تعلق نہ هجي.

**غير شَرعي**: ص.شريعت جي خلاف.شريعت موجب منع ٿيل.

**غيرضروري**: ص.جنهن جي گهرج نہ هجي.اجايو- فضول.

**غيرفانِي**: ص.فنا نہ ٿيندڙ- سدائين قائم رهندڙ.

**غيرگُمان**: ذ.شڪ شبهو.بي يقيني.

**غير مُتَحرڪ**: ص.حرڪت ۾ نہ ايندڙ- چرپر نہ ڪندڙ-اڻ چرندڙ.

**غيرمَحدودً**: بيشمار- حد حساب کان ٻاهر.

**غير مَرد**: ذ.ڌاريو ماڻهو.

**غيرمُستعَمل**: ص.استعمال ۾ نہ آيل.ڪم نہ ايندڙ.

**غيرمَشروطُ**: ظ.بنا شرط شروط جي.

**غيرمعمولي**: ص.جيڪو عام نہ هجي- خاص.اڻلڀ.انوکو.

**غيرمُڪمل**: ص.اڻپورو-اڌورو.

**غيرَ ملفُوظ**: ص. اهو اکر جيڪو لکت ۾ اچي پر پڙهجي نہ- ساڪن حرف.

**غير مُلڪي**: ص.ٻئي ملڪ جو- پرڏيهي-ڌاريو.

**غيرمُمڪِن**: ظ.اڻ ٿيڻي-ناممڪن.مشڪل-محال.

**غيرمُناسب**: ص.نامناسب-اڻ ٺهندڙ.اجايو.

**غيرَ منقُوطہ**: ذ.بنا نقطن اکر- مهملہ.

**غير مَنقُولہ**: ذ.غيرمتحرڪ-اٽل-قائم.

**غير مَنڪُوحہ**: ص.نڪاح کان سواءِ- بي نڪ حي.(ث) سرٻت-سنگتياڻي.

**غير موروُثي**: ص.ورثي ۾ نہ آيل.

**غيرواجِبُ**: ص.نامناسب.فضول-اجايو.ناجائز.

**غير واجبي**: ث.ظلم-ناحق-بيواجبي.

**غير واقِع**: ص.ڪوڙو.خلاف دستور.

**غيرواقف**: ص.اڻ سڃاتو.اڻ واقف.اوپرو-اِجنبي.

**غَيرَت**: ث(ع) شرم- حياءُ-لڄ.

**غيرت آڻڻ**: شڪجڻ.حياءُ اچڻ.

**غيرتمند**: ص.شرم وارو- حيادار.عزت وارو.

**غَيرتي**: ص.غيرت وارو-غيرتمند.

**غَيريَت**: ث(ع) ڌاريائي-ٻيائي- بيگانگي.دوئي.

**غَيضُ**: ذ(ع) قهر-غصو- ڪاوڙ.

**غَيُور**: ص(ع) گهڻي غيرت وارو.




**ف**: ث(ع) اُچار "في". سنڌي الف- بي جو چٽيهون اکر.عربيءَ جو ويهون ۽ فارسيءَ جو اٺويهون اکر.ابجد موجب عدد (80).

**فاتِحُ**: ص(ع) فتح ڪندڙ- سوڀارو.کوليندڙ- شروعات ڪندڙ.

**فاتِحُہ**: ث(ع) قرآن شريف جي پهرين سُورة- سُورة "الحمد". فوتيءَ جي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ "الحمد" ۽ "قل هُو الله" سورتن جو ورد.

**فاتحہ خواني**: ث.فوتيءَ جي پٺيان دعا پڙهڻ- پرچاتي-عذر خواهي.

**فاتحہ پڙهڻ**: عذرخواهيءَ ۾ قُل وغيره پڙهڻ. ڪو ڪم يا معاملو ختم ڪرڻ.

**فاتحہ ڏيڻ**: پرچاتي ڏيڻ- عذر خواهي ڪرڻ.

**فاتِر**: ص(ع) ڪمزور-هيڻو.

**فاتِرالعَقل**: ص.عقل چٽ- مَت هِيڻ.چريو.

**فاجِر**: ص(ع) بدڪار.

**فاحِش**: ص(ع) شرمناڪ- قبيح.اگهاڙو (لفظ).

**فاحِشہ**: ث.بدڪار-زناڪار (عورت).گاريال عورت.

**فاحِشي**: ث.بڇڙو ڪم- بدڪاري- فحاشي.

**فاختِہ**: ث(ع) گيري (پکي)- ڪبوتري.

**فاختائي:** ذ.ڳوڙهو خاڪي رنگ.

**فارابي:** اسم خاص. مشهور مسلمان منڪر ۽ حڪيم "ابو نصر فارابي".

**فارخطي، فارقطي:** ث (ع: فارغ خطي) زال مڙس جي وچ ۾ بي تعلقي جي لکت- طلاقنامو.

**فاردنگ:** ذ(انگ) انگريزي سڪي جو هڪ قسم.

**فارس، فارَس:** ذ(ع) ايران (ملڪ).

**فارسي:** ث.ايراني ٻولي.(ص) ايران جو.

**فارسي دانُ:** ص.فارسيءَ جو ڄاڻو.

**فارسيون ٻولڻ:** پنهنجي لياقت ۽ قابليت جو اجايو اظهار ڪرڻ.

**فاريسٽ:** ذ(انگ) جهنگ- ٻيلو.ٻيلو کاتو (فاريسٽ ڊپارٽمينٽ).

**فاريسٽر:** ذ.ٻيلي کاتي جو عملدار.

**فارغ:** ص(ع) واندو- آجو.خالي- آزاد.

**فارغ البال:** ص.بي فڪر- آزاد (ڳڻتي،ويچار.ذميداريءَ کان).

**فارغ البالي:** ث.روزگار جي ڳڻتيءَ کان نجات.آسودگي- خوشحالي.

**فارغ ٿيڻ:** واندو ٿيڻ- آجو ٿيڻ.

**فارڪ:** ص.پراڻو- جهونو- قديم.بيڪار- ناڪارو.ڪين جهڙو.

**فارمُ:** ذ(انگ) نقشو- نمونو. خاڪو. شڪل. ڇپيل ڪاغذ. ٻني-کيت.

**فارمُولو:** ذ(انگ) ڪنهن شيءِ جي تياريءَ جو گُر يا مقرر قاعدو.

**فارمي:** ص.فارم (ٻنيءَ) جو.ولايتي.

**فارميسي:** ث(انگ) دوائن ناهڻ جو هنر- دواسازي.

**فاروَرڊ:** ص(انگ) اڳتي- وڌيل- اڳيان.

**فاروَرڊ بلاڪ:** ذ. باغي گروپ (جيڪو پنهنجي پارٽيءَ تي پريشر وجهي)- پارليامينٽ ۾ سياسي پارٽيءَ جو باغي گروپ.

**فارُوق:** ص(ع) حق ۽ باطل ۾ فرق ڪندڙ. حضرت عمر رضه جو لقب.

**فارُوقي:** اسم خاص. ساداتن جي هڪ ذات جو نالو (حضرت عمر رضه بن خطاب جو اولاد).

**فاسد:** ص(ع) فساد پيدا ڪندڙ.خراب.بد چال.لُچ.

**فاسفورَس:** ذ(انگ) هاڙن جي ڪم ايندڙ هڪ ڪيميائي مادو.

**فاسقُ:** ص(ع) بدڪار- زاني.گنهگار.

**فاش:** ظ(ف) پڌرو- ظاهر- چٽو.

**فاش ٿيڻ:** پڌرو ٿيڻ- ظاهر ٿيڻ (راز.ڳجهه).

**فاش غلطي:** ث.کليل غلطي- پڌريءَ وڏي غلطي.وڏو ڏوهه.

**فاشزم:** ذ(انگ) جارحاڻي آمريت وارو سرمائيداري نظريو- فسطائيت.

**فاشي:** ص.فسطائيت جو پيروڪار- فسطائي- فاشسٽ.

**فاصل:** ص(ع) جدا ڪندڙ.ڀري ڪندڙ.

**فاصلو:** ذ(ع) ويڇو- ڏوري.وِٿي- وِڇوٽي.

**فاضل:** ص(ع) وڌيڪ- زياده- گهڻو.فضول- اجايو.عالم.

**فاضلاڻي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**فاضلي:** ص.ڍڳ جي بچت.ايجنٽ جي واجب طلب بقايا.

**فاطمهَ:** اسم خاص(ع) نبي سڳوريءَ جي دختر جو نالو.

**فاعل:** ص(ع) ڪم ڪندڙ.گرامر موجب ڪم ڪندڙ اسم.

**فاعلي:** ث(ع) گرامر موجب فاعل جي هڪ حالت.

**فاقو:** ذ(ع) بُک.لنگهڻ- ويلو.روزو.

**فاقا ڪڍڻ:** بکون ڪاٽڻ.ويلا ڪڍڻ.

**فاقه زَده:** ص.لنگهيو.بکيو.

**فاقه ڪَشي:** ث.بکون ڪاٽڻ- لنگهڻ ڪڍڻ.

**فاقه مَستي:** ث.بکن ۾ به بيپرواهه رهڻ.

**فالَ:** ث(ع) سَوڻ.ڳجهي معلومات معلوم ڪرڻ جو ٽوٽڪو. ڪنهن معاملي جي سيا ڳيا يا ٿيڻ نه ٿيڻ جي غيب داني.

**فالَ پئائڻ:** سڳڻ معلوم ڪرڻ.

**فال وجهڻ:** اهڃاڻ يا خاص نشانين مان حالات معلوم ڪرڻ.

**فالتُو:** ص. وڌيڪ. زيده- فضول. بيڪار- اجايو. ضرورت کان زياده.بچت ۾ آيل- باچو.

**فالج:** ذ(ع) هڪ قسم جي بيماري- اڌرنگ.

**فالڪو:** ذ.بحري جهاز جي ترِي ۾ سامان رکڻ جي جاءِ.

**فالنامو:** ذ.فال ڪڍڻ جو ڪتاب.

**فالُودو:** ذ(ف) نشاستي يا چانورن جي پيچي مان ٺهيل مٺاڻ (جنهن ۾ برف وجهي کائجي).

**فام:** ص(ف) جهڙو. رنگ جو. شڪل وارو. (سفيد فام، سياهه فام.)

**فانُوس:** ذ(ف) هڪ قسم جو شمعدان.

**فانوس گهرُ:** ذ.ٻيڙن، غوراٻن يا جهازن جي رهبريءَ لاءِ عام طور سمنڊ جي ڪناري تي اڏيل منارو.

**فاني:** ص(ع) فنا ٿيندڙ.فنا ٿيل.بي بقا- ناپائدار.

**فائدو:** ذ(ع) نفعو-لاڀ.آمدني.ڪمائي.ڀلائي.بهتري.

**فائديمندُ:** ص.نفعي وارو-لاڀائتو-مفيد.چڱائيءَوارو.

**فائر:** ذ(انگ) باهه.بندوق يا توپ وغيره ذريعي گوليباري.

**فائر برگيڊ:** ذ.باهه وسائڻ وارو عملو ۽ مشين.

**فائر پروف:** ص.جنهن تي باهه اثر نه ڪري-باهه کان محفوظ.

**فائرنگ:** ث.فائر ڪرڻ واري حالت-گوليباري.

**فائز:** ص(ع) ڪامياب-بامراد-سوڀارو.

**فائقُ:** ص(ع) وڌيل.سڀ کان وڌيڪ-اڳرو.اعليٰ-معزز.مٿانهون.

**فائل، فائيلُ:** ذ(انگ) ڪاغذن جو تاريخ وار رکيل بنڊل.

**فائن آرٽ:** ذ(انگ) نفيس چتر ڪاري-فنونِ لطيفه.

**فائنَل:** ص (انگ) آخري-قطعي. ٽورناميـنٽ ۾ مقـابلي واري آخري راند.

**فائونڊري:** ث(انگ) لوهه يا ٻئي ڌاتو کي ڳارڻ جي ڀٽي.

**فبروري، فيبروري:** ث(انگ) عيسوي ءَسال جو ٻيو مهينو.

**فبها:** جملو(ع) تمام سٺو-بهتر.

**فتّاح:** ص(ع) فتح ڪندڙ-سوڀارو.کوليندڙ.(ذ).خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**فَتاويٰ:** ث(ع) فتوائون.شرعي فتوائن بابت ڪتاب.

**فَتح:** ث(ع) سوڀ-جيت.ڪاميابي.

**فتح ڪرڻ:** کٽڻ-جيتڻ-ڪامياب ٿيڻ.ملڪ هٿ ڪرڻ.مشڪل ڪم تي غالب اچڻ.

**فتحمند، فتحياب:** ص.کٽيندڙ-فاتح-سوڀارو.ڪامياب.

**فَتحيابي:** ث.سوڀ-جيت.ڪاميابي.

**فتح باغ:** اسم خاص.بدين ضلعي ۾ سنڌ جي هڪ قديمي تاريخي شهر جو نالو (جنهن جا آثار اڄ به موجود آهن).

**فَتحَه:** ث(ع) زبر جي اعراب( َ).زبر.

**فتنَت:** ث(ع) فساد-جهيڙو.چالاڪي.لچائي.بغاوت.

**فتنو:** ذ(ع) حرڪت-شرارت.فساد.جهيڙو.بغاوت.

**فتنه انگيزي، فتنه پردازي:** ث.شرارت.جهيڙو.فساد.

**فتنه بازي:** ث(ف) جهيڙي وجهائڻ جي حالت.

**فتنو جاڳائڻ:** فسادپيدا ڪرڻ-جهيڙو مچائڻ.بغاوت ڪرڻ.

**فتنه خيز:** ص.فتنو فسادپيدا ڪندڙ-فتنّي.

**فتنو فَساد:** ذ.هل هنگامو-بلوو ۽ بغاوت.

**فَتنّي:** ص.فسادي-جهيڙاڪ.

**فُتُوح:** ث(ع) "فتح" جو جمع.سوڀون-ڪاميابيون.

**فتوحات:** ث."فتوح" جو جمع.

**فُتورُ، فِتور:** ذ(ع) فساد-فتنو.ڏقيڙ-وڳوڙ.

**فتور وجهڻ:** فتنو وجهڻ.جهيڙو وجهڻ.

**فتوري:** ص.فتور وجهندڙ-فتني.

**فَتوهي:** ث.چولي جي اندران پاتل ننڍي چولي.

**فَتويٰ:** ث(ع) شرع جو حڪم.شرعي فيصلو.

**فتويٰ ڏيڻ:** شرعي حڪم لڳائڻ.

**فَتيلَ:** ث(ع) وَٽ.ڀَٽي (ڪاغذ.ڪپڙي وغيره جي).

**فَتيلو:** ذ(ع) وَٽ(ڀَٽي.ڪپڙي يا ڪاغذ جي).

**فِٽ:** ص(انگ) ٺهيل-ٺَهڪَيل.پورو-ڪَپ.

**فُٽ:** ذ(انگ) پيرُ.ٻارهن انچن جو ماپو.

**فُٽبالُ:** ذ.پيرن سان بال کي ٺُڏڻ جي هڪ راند.

**فُٽ پَٽي:** ث.ٻارهن انچن جي لوهي يا ڪاٺ جي پٽي-اسڪيل.

**فُٽ نوٽُ:** ذ.صفحي جي پڇاڙيءَ ۾ لکيل سمجهاڻي-حاشيو.

**فِٽَر:** ذ(انگ) مشيني پرزن جي مرمت ڪندڙ-مستري.

**فَجار:** ث.سختي-تڪليف.

**فَجرُ(ث).فَجرَ:** ذ(ع) صبح.پرڀات-ڏَڪي.پرهُ ڦُٽي-اَسُر.

**فُجُور:** ذ(ع) بد ڪاري-زنا.گناهه.

**فَحاشي:** ث(ع) گندگي.بيحيائي.اوگهڙ.

**فُحشُ:** ذ(ع) بيحيائي.شرم جهڙي ڳالهه.گارگند.

**فحش ڪلامي:** ث.واهيات گفتگو.گارگند.

**فَخرُ:** ذ(ع) عزت-شان.وڏائي.هٺ-غرور-گهمنڊ.

**فَخرُ الانبياءِ:** ذ.نبين جو شان-آخري نبي ﷺ.

**فَخرُالنساءِ:** ث.عورت جو شان.عورت جو نالو.

**فَخر جو فَرس:** اَنڌ جو گهوڙو-تمام گهڻو غرور.

**فخر سمجهڻ:** شان جو سبب سمجهڻ-ناز سمجهڻ.

**فَخريه:** ظ.فخر طور-فخر سان.

**فدا:** ص(ع) عاشق.قربان-گهور-صدقي.

**فدا ٿيڻ:** گهورو وڃڻ.قربان ٿيڻ.

**فدا ڪرڻ:** قربان ڪرڻ-گهورڻ-نثار ڪرڻ.

**فدائي:** ص.جان نثار-عاشق.

**فِدوي:** ص(ع) فدا ٿيندڙ.قربان ٿيندڙ.

**فِديه:** ذ(ع) صدقو.ڪنهن قيدي کي ڇڏائڻ لاءِ عيوض ۾ ڏنل رقم.جان جو عيوض.

**فَر:** ذ(ف) آرائش- سينگار. ڏامر ڏومر. وڏائي- آڪڙ.

**فُرات:** اسم خاص. هڪ مشهور نديءَ جو نالو (جنهن جي ڪپ تي ڪربلا جو سانحو پيش آيو).

**فَراخ:** ص(ف) ويڪرو- وسيع- کليو.

**فَراخدل:** ص. دل جو ڪليل. فياض- سخي.

**فَراخي:** ث. ويڪر- موڪر- وسعت. طول- بلندي.

**فَراڊ:** ذ(انگ) دوکو- فريب. ڪپٽ.

**فَراڊي:** ص. دوکيباز. ڪپٽو.

**فَرارُ:** ذ(ع) ڀاڄ- ڊوڙ.

**فَرار ٿيڻ:** ڊوڙي ڀڄي وڃڻ. غڻب ٿيڻ. روپوش ٿيڻ.

**فَرازُ:** ذ(ع) بلندي- اُتانهين- اوچائي.

**فَراسُ:** ص. فراسيون وڪڻندڙ. غاليچن جو واپاري.

**فَراسَت:** ث(ع) ڏاهپ- سياڻپ- عقلمندي- دانائي.

**فَراسِي:** ث. (ع) سڻ مان نهيل ننڍو وڇاڻو (عموماً پٿراڻي جي هيٺان وڇائجي). ڏاس مان نهيل فرش.

**فَراشُ:** ذ(ع) فرش وڇائيندڙ ملازم. صفائي ڪندڙ نوڪر.

**فَراغَت:** ث(ع) واند ڪائي- فرصت. ڇوٽڪارو- آزادي.

**فِراقُ:** ذ(ع) جدائي- وڇوڙو- ٿوڙائو.

**فراق ۾ هئڻ:** وڇوڙي جي پيڙا ۾ جڪڙيل هئڻ.

**فِراقي:** ص. فراق وارو. فراقيل- جدائيءَ جي غم ۾ پيڙيل.

**فَراقَت:** ث. فرق- تفاوت. افاقو (بيماريءَ ۾).

**فِراڪُ:** ذ(انگ) ٻارن يا عورتن جو هڪ قسم جو ڊگهو چولو- گهاگهرو.

**فَراموش:** ص(ف) وسريل- دل تان لٿل.

**فراموش ڪرڻ:** وساري ڇڏڻ- وسارڻ.

**فراموشي:** ث. ڀُل- چڪ- ويسر.

**فَرانسُ:** ذ. فرانس ملڪ جو سڪو.

**فَراوان:** ص(ف) گهڻو- ڪثير- جهجهو- وافر- بي انداز.

**فراواني:** ث. گهڻائي- جهجهائي- افراط- ڪثرت.

**فَراهَم:** ص(ف) گڏ- ڪٺو- جمع. ڍير.

**فراهم ڪرڻ:** ڪٺو ڪرڻ- جمع ڪرڻ.

**فراهمي:** ث. جمع ڪرڻ- گڏ ڪرڻ. موجود ڪرڻ- ميسر ڪرڻ.

**فَرائِض:** ذ(ع) "فريضہ" جو جمع. خدائي احڪامات.

**فَرائِض مَنصبي:** ذ. ضروري ڪم- فرض.

**فَربہ:** ص(ف) ٿلهو- موٽو (جسم ۾).

**فربہ اندام:** ص. ٿلهي جسم وارو- موٽو.

**فَربَهي:** ث. ٿولهہ- موٽائي.

**فَرتُوت:** ص(ف) تمام پوڙهو- پوڙهو ۽ ضعيف.

**فَرجُ:** ذ(ع) وٿي- چير. عورت جو شرمگاهہ.

**فُرجو:** ذ. فرصت جو وقت- فراغت- واند ڪائي.

**فَرَح:** ث(ع) راحت- خوشي- آرام.

**فَرحان:** ص. خوش- سرهو- شادان.

**فَرحَت:** ث(ع) خوشي- سرهائي. آرام- سُک. راحت.

**فَرحت بخش:** ص. خوشي ڏيندڙ. آرامده.

**فَرخ:** ص(ف) مبارڪ- سڀاڳو. خوش. سهڻو.

**فَرخ سير:** ص. سُٺين عادتن وارو- سلڇڻو. (اسم خاص) هڪ مغل بادشاهه جو نالو (جنهن شاهه عنايت صوفيءَ کي قتل ڪرايو).

**فَرخنده:** ص. مبارڪ- سڀاڳو. خوش.

**فَردُ:** ص(ع) اڪيلو- ڇڙو- تنها- واحد. (ذ) هڪ شعر- بيت. پنو (حساب ڪتاب جو). اڪيلو ماڻهو.

**فَرداً فَرداً:** ظ. اڪيلو اڪيلو. جدا جدا- الڳ الڳ.

**فَردا:** ظ(ف) سڀاڻي. (ذ) ايندڙ ڏينهن.

**فَرد باطل:** ص. پراڻو- ڪُهنو- جهونو. مدي خارج.

**فِردوسُ:** ذ(ع) باغ. بهشت- جنت.

**فِردوس مَڪاني:** ص. مرحوم.

**فِردوسي:** ص. بهشت وارو- بهشت جو. بهشتي- جنتي. (اسم خاص) ايران جي هڪ مشهور شاعر جو نالو.

**فَردي:** ث. پنو (تاس جو). پنو (ڪتاب جو). پانو. فهرست- لسٽ.

**فَرڙاٽُ:** ذ. تکو ڏامڻ جو آواز.

**فَرزانگي:** ث(ف) عقل- ڏاهپ- حڪمت.

**فَرزانہ:** ص(ف) داناءُ- علقمند- ڏاهو. عورت جو نالو.

**فَرزَندُ:** ذ(ف) پٽ- ٻيٽو- پسر.

**فرزند اَرجمند:** ذ. لائق پٽ.

**فرزنديءَ ۾ وٺڻ:** پٽ بڻائڻ. ڌڻي بنائڻ.

**فَرسَت:** ث. آرام. مزو. خوشي.

**فرستو:** ذ(ف) جهيڙا ڪرائيندڙ- چيٽاپور.

**فَرستادَه:** ص(ف) موڪليل. قاصد- ايلچي.

**فرستائي:** ٿ.فتنہ انگيزي.

**فَرسٽ:** ص(انگ) پهريون-اول-اڳ وارو.

**فَرسٽ ڪلاس:** پهريون درجو.امتحان ۾ ٽاپ ڪاميابي.

**فَرسَخ، فَرسَنگُ:** ذ(ف) اٽڪل ڀرو ٽن ميلن جو مفاصلو.

**فَرسو:** ذ.ڪٺ جو مستطيل واتيل چوڪٺ (جيڪو ڪنڪ ڳاهڻ مهل وڙن کي هموار ڪرڻ لاءِ ڪم اچي).

**فَرسُوده:** ص(ف) ڳنل-استعمال ٿيل.بيڪار.پراڻو-جهونو.

**فَرشُ:** ذ(ع) پٽ تي وڇائڻ لاءِ سٽ يا ڏاس مان ٺهيل وڇاڻو-گلم. سرن وغيره سان جڙيل ٺهيل پڪو تڙ.

**فَرشبَند:** ص.رازو-مستري-معمار.

**فَرشبندي:** ٿ.سرن سان فرش ٻڌڻ جو ڪم.

**فَرش فُرُوش:** ذ.وڇائڻ لاءِ نيڙ ٿاڙي-گلم غاليچا.

**فِرشتو:** ذ(ف) نور مان ٺهيل مخلوق (جيڪي خدا جي عبادت ڪن. ڪائين پيئن ڪجھ بہ نہ. جبرئيل، ميڪائيل، عزرائيل ۽ اسرافيل وڏا فرشتا آهن)-ملڪ.(ص) نيڪ.

**فرشتہ خصلت، فرشتہ سيرَت:** ص.نيڪ سيرت-سلڇڻو.

**فرشتہ صورت:** ص.شڪل صورت مان نيڪ لڳندڙ.نيڪ-بزرگ.

**فرشتن کي خبر نہ هئڻ:** ڪنهن کي بہ ڪا خبر نہ پوڻ. بلڪل بيخبر رهڻ.

**فَرشي:** ٿ.رندو(واڍڪو اوزار).

**فُرصَت:** ٿ(ع) مهلت.واند ڪائي.خالي وقت.موڪل-ڇٽي.

**فَرضُ:** ذ(ع) خدا جي حڪم سان مقرر ٿيل ضروري ڪم. نماز جون اهي رڪعتون جيڪي پڙهڻ لازمي آهن. سونپيل ڪم-ذميداري.

**فرض ادا ڪرڻ:** حڪم جي تعميل ڪرڻ. سونپيل ڪم پورو ڪرڻ.ڊيوٽي ادا ڪرڻ.نماز پڙهڻ.

**فَرض پالڻ:** جوابداري پوري ڪرڻ-ذميواري نباهڻ.

**فرض ڪرڻ:** ڪنهن ڳالھ کي عارضي طور تسليم ڪرڻ.

**فرض ڪفايہ:** ذ.اهو فرض جيڪو چند ماڻهن جي ادا ڪرڻ سان سڀني تان لهي وڃي (مثلاً: جنازي نماز).

**فرض ڪيل:** ص.سونپيل-حوالي ٿيل.سمجهڻ خاطر ۽ مثال طور رکيل-فرضي.

**فَرضي:** ص.خيالي-گماني-نقلي.

**فَرط:** ذ(ع) جهجهائي-گهڻائي-ڪثرت.

**فَرطِ مُحبت:** ٿ.محبت جي گهڻائي-نهايت حُب.

**فرع:** ٿ(ع) ٽاري-شاخ.

**فِرعَونُ:** اسم خاص(ع) قديم مصر جي بادشاهن جو لقب.(ص) مغرور-ضدي.ظالم-بيرحم.

**فِرعَونيَت:** ٿ.غرور-تڪبر-وڏائي.

**فَرغَل:** ذ.ڊگهو ڪوٽ.

**فَرفَر:** ٿ(ع) تيزي-جلدائي.(ظ) جلدي-جهٽ پٽ. ٺاهبڪ جي.

**فَرفيُون:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسار ڪوو ڪر.

**فَرقُ:** ذ(ع) مفاصلو-ڏورِي-وڇوٽي.ويڇو-جدائي.ڦيرُ-تبديلي.

**فرق اچڻ:** ڦيرو اچڻ.تبديلي اچڻ.ڪَمي اچڻ.

**فرق پوڻ:** ويڇو پوڻ.اڻبڻت ٿيڻ.

**فرق ڪڍڻ:** غلطي ڪڍڻ. چُڪَ درست ڪرڻ.وچان ويڇو ڏور ڪرڻ.اختلاف ڪڍڻ.

**فرق ڪرڻ:** هڪجهڙائي نہ رکڻ-تفاوت ڪرڻ-ڦير ڪرڻ.مَٽ ڪرڻ.

**فُرقان:** ذ(ع) سچ ۽ ڪوڙ ۾ فرق ڪندڙ-قرآن شريف.

**فُرقَت:** ٿ(ع) جدائي-وڇوڙو-هجر-فراق.

**فِرقو:** ذ(ع) جماعت-گروه.قوم.سماج جي طبقو.

**فرقہ بَندي:** ٿ.جماعت بندي-گروه بندي.

**فَرلانگُ:** ذ(انگ) ٻہ سؤ ويهن گزن جو مفاصلو (جيڪو ميل جو اٺون حصو ٿئي ٿو).

**فرم:** ٿ(انگ) ڪاروباري ادارو-ڪمپني.ننڍو ڪارخانو.

**فَرمانُ:** ذ(ف) بادشاهي حڪم.پروانو.اَمر.

**فرمانبردارُ:** ص.حڪم جو ٻانهو-چئيوانُ.

**فرمانبرداري:** ٿ.حڪم جي مڃتا-اطاعت.

**فَرمانروا:** ص.حڪم هلائيندڙ-حاڪم-بادشاه.

**فرمانروائِي:** ٿ.بادشاهي-حڪومت.

**فَرمائش:** ٿ(ف) حڪم-فرمان-امر. ڪنهن ڳالھ جي پوراڻيءَ لاءِ چيل ڳالھ.گهرجڻ لڳل سنهي ۽ نرم ماني.

**فرمائش ڪرڻ:** ارشاد ڪرڻ.تحفو گهرائڻ.چاهڻ-گهرڻ.

**فرمائشي:** ص.خاص حڪم سان ٺهرايل.

**فَرمائڻُ:** م.حڪم ڪرڻ-ارشاد ڪرڻ.چوڻ.

**فَرمو:** ذ.هڪ پاسو ڇپيل ڪاغذ-پروف.

**فَرمُودو:** ذ(ف) حڪم-فرمان.قول.

**فَرنٽ:** ص(انگ) باغي-فسادي-سرڪش.(ذ) مورچو-محاذ.

**فرنٽ ٿي بيهڻ:** باغي ٿي بيهڻ-وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

**فرنگ:** ذ(ع) يورپ (کنبر).
**فَرَنگِي:** ص.يورپ جورهاڪو-يورپي.
**فرنو:** ص.چالاڪ-هشناڪي ءُوارو. خوش پوشاڪ-ٽپ ٽاپ.
**فرنو ٿي ويهڻ:** بناڪٽڪي ءُنهي نڪي ويهڻ.
**فرنيچر:** ذ (انگ) گهر جو سامان (ڪٽون، پلنگ، ڪبٽ، ڪرسيون، ميزون وغيره).
**فروتني:** ث(ف) اطاعت-فرمانبرداري.عاجزي.آڏرپاءُ.
**فُروٽ:** ذ(انگ) ميوو-ڦل.
**فَروخت:** ث(ف) وڪرو-نيڪال.
**فروخت ڪرڻ:** وڪڻڻ-نيڪال ڪرڻ.
**فروز:** ص.چمڪو-چمڪ.روشني.تابش.
**فَروزان:** ص(ف) روشن.ٻرندڙ.چمڪندڙ.
**فَروش:** ص(ف) وڪڻندڙ.
**فُروع:** ذ(ع) شاخ-ٽاري.
**فُروعات:** ذ(ع) اهي فقهي مسئلا جن جو اصولي عقيدي سان تعلق نه هجي.
**فُروعِي:** ص.اصولڪان هٽيل (عقيدو، مسئلو).
**فروعي مُنشي:** ذ.ڏڪ منشي.
**فَروغ:** ذ(ف) روشني-چمڪو.رونق.ترجيح.
**فَروغ ڏيڻ:** مشهوري ڏيڻ.واڌارو ڏيڻ.ترجيح ڏيڻ.اڳتي وڌائڻ.
**فروڪَش:** ص(ف) ترسندڙ-ٽڪندڙ.
**فروگذاشت:** ث(ف) ڍِلِ چُڪ.غفلت.
**فرومايہ:** ص(ف) گهٽ درجي جو-ڪميڻو.رذيل.
**فَرهاد:** اسم خاص.هڪ مشهور عاشق جو نالو (جيڪو شيرين تي عاشق هو (ص) عاشق-سچو عاشق.
**فَرهَنگ:** ذ(ف) معنائن جو ڪتاب-لغت.دانائي-ڏاهپ.
**فرهنگ جعفري:** اسم خاص.هڪ مشهور طبي لغت.
**فَرَهِي:** ث.ڀِتي-ڦرهي.
**فري:** ص(انگ) منتمر-بناقيمت آزاد.
**فَرِيادُ:** ذ (ف) دانهن-پڪار. انصاف ملڻ لاءِ دانهن. نالش-ڪيس-مقدمو.
**فرياد رَس:** ص.دانهن ٻڌندڙ.عرض اونائيندڙ.انصاف ڪندڙ.
**فرياد ڪرڻ:** مقدمو ڪرڻ.دانهن ڪرڻ-پڪار ڪرڻ.
**فرياد مچائڻ:** دانهون ڪرڻ-گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.هُل ڪرڻ.
**فَريادِي:** ص.دعويٰ ڪندڙ-مُدعي.دادگهرندڙ.پڪ ريندڙ.
**فَريادي ڏُر:** ث.مقدمي ۾ دانهين يا دعويدار ڏُر.
**فَريبُ، فِريبُ:** ذ(ف) دوکو-ٺڳي-دغا-دولاب-مَڪرُ.
**فريبي:** ص.دوکيبز-مڪار-ٺڳ-دولابي.
**فَرِيدُ:** ص(ع) بيمثل-لاثاني-يڪتا.ماتهوءَ جو نالو.
**فَرِيد بُوٽي:** ث.هڪ قسم جو ٻسار ڪوو ڪر.
**فَرِيضہ:** ذ(ع) خدا جو حڪم-فرض.
**فَرِيفتہ:** ص(ف) عاشق-منتون.
**فَرِيقُ:** ذ(ع) جماعت-گروه.فرقو.ڌُر.
**فريمُ:** ذ(انگ) چوڪٺ.تصوير جو چورسو.
**فرينچ:** ص.فرانس ملڪ جو.(ث) فرانس جي ٻولي.
**فُزُون:** ص(ف) وڌيڪ-گهڻو-ڪثير.
**فَسادُ:** ذ(ع) جهيڙو-جهڳڙو-دنگو-بکيڙو.بغاوت.
**فَسادات:** ذ."فساد" جو جمع.
**فساد جي پاڙ:** جهيڙي جو بنياد.فساد ڪندڙ-فسادي.
**فَساد ڪرڻ:** جهيڙو ڪرڻ.دنگو مچائڻ.هُل ڪرڻ.
**فَسادِي:** ص.جهيڙاڪ.حرڪتي.فتني باز.
**فَسانو:** ذ(ف) افسانو-داستان-ڪهاڻي-قصو.ماجرا-احوال.
**فَسخ:** ذ(ع) ارادي جي تبديلي. ڪنهن معاهدي يا نڪاح جي تنسيخ.
**فَسخ ڪرڻ:** رد ڪرڻ-منسوخ ڪرڻ.
**فسطائيت:** ث(ع) جمهوريت دشمن نظريو-فاشزم.
**فِسقُ:** ذ(ع) نافرماني-حڪم عدولي.بدڪاري-زنا.
**فسق و فُجور:** ذ.ڏوهہ گناهہ.بدڪاري.
**فُسون:** ذ(ف) جادو-افسون-سحر.
**فُسون ساز:** ص.جادوگر-ساحر.
**فِشري:** ث (انگ) ماهيگيري-مڇيءَ جي پالنا ۽ سارسنڀال. ماهيگيري کاتو.
**فش هاربر:** ذ(انگ) مڇيءَ جو ڊڪو-ميان.
**فَصاحَت:** ث(ع) خوش بياني-گفتگو ۾ مهذب ٻوليءَ جو استعمال.
**فَصاحَت و بَلاغَت:** بامعنيٰ مهذب گفتگو.
**فَصد:** ث(ع) خراب رت واري نس.
**فصد کولڻ:** سير چوڙڻ (ڪني رت ڪڍڻ لاءِ).
**فَصُل:** ذ(ع) پوک-ڪاشت.ٻني-کيت.پيداوار.موسم-رُت. ڪتاب جو حصو-باب.

**فصل ڪٽڻ:** پوک جي پيدائش ڪٽڻ.

**فَصُلاٽو:** ص. فصل جو- فصل وارو. (ذ) فصل جو ڏنل اجورو.

**فصُل پٽيرو:** ذ. موسمي پکي ۽ وانگر فقط مقرر وقت تي ايندڙ.

**فصل پٽيرو هئڻ:** حرڪتي هئڻ. خوشامدڙيو يا چاپلوس هئڻ.

**فَصلي:** ص. فصل سان نسبت رکندڙ- فصلاٽو- موسمي.

**فَصِيح:** ص (ع) صاف مستند محاورو (ٻوليءَ جو). صاف سهڻي بين واري عبارت. خوش بياني. مهذب گفتگو. صحيح ۽ صاف ڳالهائيندڙ.

**فصيح و بَلِيغ:** ص. خوش بيان ۽ ڪلام. بامعنيٰ ۽ واضح مطلب وارو.

**فَصِيل:** ث (ع) ديوار- پٽ. چوديواري. عالم پناهه.

**فضا، فَضا:** ث (ع) کليل ميدان. بهار. رونق. ماحول. هوا.

**فَضائل:** ذ (ع) "فضيلت" جو جمع.

**فضائي:** ص. فضا وارو- هوائي. (ث) هوائي فوج- ايئر فورس.

**فَضُل:** ذ (ع) مهرباني- عنايت- ڪرم. ٻاجهه- رحم. بخشش. فضيلت. بزرگي.

**فُضلاءُ:** ذ (ع) "فاضل" جو جمع.

**فُضلو:** ذ. ڪاڪوس- ڪرفتي.

**فُضول:** ص (ع) اجايو- بيفائدو- بيڪار. نڪمو. گهٽو- زياده. فالتو- وڌيڪ.

**فُضول خَرچُ:** ذ. اجايو خرچ- هٿ ڦاڙائي. (ص) اجايو خرچ ڪندڙ- هٿ ڦاڙ.

**فضول خرچي:** ث. هٿ ڦاڙائي- اجايو خرچ.

**فُضول گو:** ص. اجايو ڳالهائيندڙ. بڪواسي.

**فُضُولي:** ث. جهجهائي- بي اندزي. خرچ جي گهٽائي. واهياتپڻو.

**فضه:** ث (ع) چاندي. عورت جو نالو.

**فَضِيحَت:** ث (ع) ذلت- بيعزتي. بدنامي- خواري. ننول.

**فَضِيلَت:** ث (ع) بزرگي- وڏائي. برتري. سلڇڻائي- اخلاق. آبرو- عزت. سليقو. لياقت.

**فضيلت ڀريو:** ص. اخلاق وارو- سلڇڻو.

**فضيلت مآب:** ص. وڏائي ۽ وارو- برتر.

**فَطانَت:** ث (ع) هوشياري- ڏاهپ- سياڻپ- عقلمندي- ذهانت.

**فطرَت:** ث (ع) قدرت. سرشت- بناوت. طبيعت- مزاج.

**فطرتاً:** ظ. فطري حوالي ڪري- فطري طور تي.

**فِطرَتِي:** ص. قدرتي. چالاڪ. حرڪتي- لُچ- شرير. فتني باز.

**فِطرو:** ذ (ع) روزن جي صدقي ڏنل رقم يا جنس. خيرات (اناج يا روڪڙ جي صورت ۾).

**فطري:** ص (ع) قدرتي. طبعي- پيدائشي.

**فَطِين:** ص (ع) ڏاهو- داناءُ- ذهين.

**فعّال:** ص. تمام گهڻو ڪم ڪندڙ- سرگرم.

**فعلُ:** ذ (ع) ڪم- عمل. لڇڻ. عادت. گرامر موجب هئڻ. ڪرڻ ۽ سهڻ جي معني ڏيکاريندڙ لفظ.

**فَعل بي فاعل:** ذ. گرامر موجب اهو فعل جنهن کي فاعل نه هجي- اڪرترڪ.

**فعل شنيع، فِعل قَبِيح:** ذ. بڇڙو ڪم- بد ڪاري.

**فَعل لازم:** ذ. فاعل تي پورو ايندڙ فعل.

**فعل مُتعدي:** ذ. اهو فعل جنهن جو جملي ۾ مفعول موجود هجي.

**فعل مَجهُول:** ذ. اهو فعل جنهن جو جملي ۾ فاعل نه هجي.

**فَعل مَعرُوف:** ذ. ٻنهنجي فاعل ڏانهن ڏيان ڇڪائيندڙ فعل.

**فعلگيرُ:** ص. خراب عادتن وارو. بدلڇڻو. بد ڪار.

**فعلي:** ص. فعل ڪندڙ. عادتي. بد ڪار.

**فعليه:** ذ. اهو جملو جهن ۾ فاعل ۽ فعل هجن.

**فغان:** ذ (ف) شور- هُل. فرياد- پُڪار. دانهن. روڄ.

**فَغفور:** ذ (ف) ديوتا جو پُٽ. قديم چيني بادشاهن جو لقب.

**فَق:** ص (ع) ڳم- ويَل. پيلو- ڦڪو. حيران- هڪو بڪو.

**فَق ٿيڻ:** شرمساريءَ سبب منهن جو رنگ پيلو ٿيڻ. بي رونق ٿيڻ.

**فُقدان:** ذ (ع) گمشدگي- وڃائجڻ. اڻهوند. ڪمي- گهٽتائي. نقصان.

**فَقرُ:** ذ (ع) درويشي. محتاجي. غربت. ديني مدرسي ۾ رهندڙ پرديسي شاگردن لاءِ ڪاڌ خوراڪ (جيڪا گهرن مان رڌل پڪل صورت ۾ ملي)- وَنڌ.

**فَقرُ فاقو:** ذ. اُڃ بُک- بُک ڏُک. مسڪيني- غربت.

**فُقراءُ:** (ع) "فقير" جو جمع. درويش. گداگر.

**فقرو، فُقرو:** ذ (ع) جملو. جملن جو مجموعو. شق- پئرا.

**فَقط:** ظ (ع) صرف- رڳو. اڪيلو- ڇڙو. مضمون جي خاتمي جو لفظ.

**فقهٔ، فِقه:** ث (ع) دين جو علم. مذهبي قانون. عقل- سمجهه.

**فَقِيد:** ص (ع) اڻلڀ- ناياب.

**فَقِيد المثال:** ذ. بي مثال- لاثاني.

**فَقِيرُ:** ص (ع) پينو- پنتو- منگتو- سوالي. درويش. مفلس- محتاج. نا چيز.

**فقير اچڻ:** لڱڻ جو حساب ٿيڻ- جنا چڻ.

**فقيرائو:** ص.فقير جو- فقيرو وارو.غريباڻو.

**فَقيرتَن:** ص.غريب- مسڪين.درويش.

**فَقيري:** ث.فقير جو رتبو.درويشي.غريبي- مسڪيني.پنڻ جو ڌنڌو.

**فقيري اختيار ڪرڻ:** درويش ٿيڻ- دنيا تياڳڻ.

**فقيري نسخو:** ذ.ڪنهن بيماريءَ جو نهايت آسان علاج.

**فَقيهَ:** ذ(ع)"فقة" جو عالم.

**فَڪ:** ذ(ع)پاڻ ۾ ڳنڍيل ٻن شين کي جدا ڪرڻ جو عمل.

**فَڪ وجهڻ:** ڳهاري وجهڻ- ڦناڻڻ.

**فڪَت:** ث.فساد-ڏڦير- جهيڙو.

**فِڪرُ:** ذ (ع) ڳڻتي- ويچار. انديشو- اُڻ تڻ. اُلڪو- پريشاني. سوچ- خيال.ڌيان.غور.

**فڪرات:** ث.پريشاني-ڳڻتي. اُڻ تڻ.

**فڪرائتو:** ذ.فڪر وارو.فڪرمند.منتظر.

**فڪر رکڻ:** اُلڪو ڪرڻ. انتظار ڪرڻ. ڳڻتي ڪرڻ. ڌيان رکڻ. خيال رکڻ.

**فڪر ڪرڻ:** ڳڻتي پچائڻ- ويچار ڪرڻ.غور ويچار ڪرڻ.

**فڪر ۾ فنا ٿيڻ:** وڏي غور ويچار ۾ "پاڻ" وڃائڻ.

**فڪر نه هئڻ:** پرواهه نه هئڻ- اُلڪو نه هئڻ.

**فڪرمَند:** ص.ويچار ۾- ڳڻتيءَ ۾.پريشان.غمگين.

**فڪرمَندي:** ث.ڳڻتي- ويچار.ارمان.

**فڪل قند:** ذ.چالاڪي-دوکو.هٿ ناٽ.

**فِگار:** ص(ف)زخمي-گهايل- مجروح.

**فَلاحُ:** ذ (ع) نجات- چوٽڪارو. ڀلائي- بهتري. فائدو. سلامتي-بچاءُ.

**فَلاح وَ بَهبُود:** ڀلائيءَ بهتري- سلامتيءَ سُک.

**فَلاحَت:** ث(ع)پوکيءَ راهيءَ جو ڌنڌو- زراعت.

**فلاسافر:** ذ(انگ)فلسفي- فيلسوف.

**فَلاڪَت:** ث(ع)مسڪيني- غربت- مفلسي.نياڳ- بدقسمتي.

**فلاڪت زده:** ص.مصيبت جو ماريل.مسڪين- ڪنگال.

**فَلاڻو:** ذ(ع:فَلان)گهار جو لفظ.اگونو.(ص)بي نالي. ڪو.

**فَلاڻو تيرو:** ذ.ڪو به شخص-اُمڪو ڍمڪو.

**فلائنگ ڪَلب:** ذ(انگ)هوابازيءَ جو فن سيکاريندڙ ادارو.

**فلٽَر:** ذ(انگ)پاڻي صاف ڪرڻ جي مشين.(ص)صاف ٿيل پاڻي.

**فَلسَفو:** ذ (ع) حڪمت- دانائي- ڏاهپ. دليل- حجت. سوچڻ ۽ بحث ڪرڻ جو علم.

**فَلسَفي:** ص.فيلسوف.ڏاهو- داناءُ.

**فلفل:** ث.مرچ- ساوا مرچ.

**فَلَڪَ:** ث.ڦڙتي- تيزي- جلدائي.همت- جرئت.

**فلڪ ڏيکارڻ:** تيزيءَ سان ڪم ڪرڻ. جلدائي ڏيکارڻ. جرئتمندي ڏيکارڻ.

**فلڪ نه آڻڻ:** پرواهه نه ڪرڻ.ويچار ئي نه ڪرڻ.

**فَلَڪي:** ث.تڙتاني.ڦڙتائي.

**فَلَڪُ:** ذ(ع)آسمان- عرش- آڪاس.

**فَلَڪيات:** ذ.آسمان متعلق علم.سج چنڊ تارن وغيره جو علم.

**فَلَڪي:** ص.آسمان جو- آسماني- سماوي.

**فَلَڪُ:** ذ(ع)فرق.ويڇو.جدائي.

**فَلَقُ:** ذ(ع)زنجير- نيٺر.فرق- ويڇو.

**فِلمَ:** ث(انگ)ڪافور جي پٽيءَ تي نڪتل تصوير (جيڪ پڙدي تي متحرڪ ڏسڻ ۾ اچي).سئنيما.

**فلم اسٽار:** ذ(انگ)فلمي دنيا جو مشهور اداڪار.

**فلم ڳچيءَ ۾ پوڻ:** پرائي ڳالهه پنهنجي ذمي ٿيڻ.پرائي مسئلي ۾ ڦاسڻ.

**فلمائڻ:** م.فلم پرڻ- فلمبندي ڪرڻ.

**فلمساز:** ص.فلم ناهيندڙ- فلمي هدايتڪار.

**فلمي:** ص.فلم سان تعلق رکندڙ- فلم جو- فلم وارو.

**فلور:** ذ(انگ)طبقو- منزل- سطح.اَنو.

**فَلور مِل:** ذ(انگ)اٽي جي چڪي.

**فُلوس:** ذ(ع)"فلس" جو جمع.پئسا- پئسو ڏوڪڙ.

**فُلُورَ:** ذ.ٽاس جو هڪ رنگ- ڦلو- چٽيا.

**فَليتو:** ذ(ف)وَٽ(بتي.ڏيئي وغيره جي)- پليتو.

**فَليٽ:** ذ(انگ)گهڻ منزلي عمارت ۾ رهائشي گهر.

**فَليش:** ذ (انگ) تصوير ڪشيءَ لاءِ ڪئميرا جو روشني وجهندڙ پرزو.ٽاش راند جو هڪ قسم.

**فَمُ:** ذ(ع)وات- مُک- دهن.

**فَنُ:** ذ (ع) هُنر- صنعت. ڪاريگري. چاڻ. تجربو. ڪرتب. ڪسب- ڌنڌو.راڳ- ڳائڻ جو هنر.

**فَنا:** ث (ع) موت- نيستي. (ص) عدم وجود- ناپيد. برباد- ناس- چٽ.گم.

**فنا ٿيڻ:** برباد ٿيڻ- اجاڙ ٿيڻ.مرڻ.

**فنا في الرسول:** تصوف ۾ ٻي منزل جو نالو. جنهن ۾ مُريد رسول ڪريم ﷺ جي ڌيان ۽ عشق ۾ هوندو آهي.

**فنا في الشيخ:** ذ. تصوف ۾ پهرين منزل. جنهن ۾ مريد پنهنجي مرشد جي ڌيان ۾ غرق ٿي ويندو آهي.

**فَنا في اللّٰه:** ذ. خدا تعالي جي ڌيان ۾ غرق رهڻ جي منزل.- تصوف ۾ ٽين منزل.

**فنا ڪائڻ:** دنياوي سُڌون مارڻ. محبوب ۾ محو ٿيڻ.

**فنانس:** ذ(انگ) ماليات- خزانو.

**فنجان:** ث(ع) ننڍي پيالي.

**فَنُد:** ذ (ف) فريب- ٺڳي- مڪر- دوکو. (انگ) سرمايو- پُونجي. چندو. مقرر رقم.

**فَندي:** ص. ٺڳي ڪند- ٺڳ- مڪريلو.

**فَندَق:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**فندڪ:** ث. چيٽي. ٺونگو.

**فَنڪارُ:** ص. هنرمند. ڪاريگر. ڳائڻو- راڳي.

**فَنڪاري:** ث. ڪاريگري. صلاحيت جو اظهار.

**فَني:** ص. فن وارو. فن متعلق. هنري.

**فَوارَه:** ذ(ع) ڦوهارو.

**فَوائد:** ذ(ع) "فائده" جو جمع. فائدا- نفعا.

**فَوتُ:** ذ (ع) موت. نيستي. فنا. گمشدگي. (ص) نيست- گم. وڃايل. مُئل.

**فَوت ٿيڻ:** مري وڃڻ. ختم ٿيڻ. فنا ٿيڻ.

**فَوتي:** ص. فوت ٿيل- مري ويل- مُئل. (ث) مرتو- وفاتي.

**فُوٽُ:** ذ(انگ) ٻارهن انچن جي ماپ.

**فُوٽ پَٽي:** ث. ٻارهن انچن جي ماپ واري ڪاٺي.

**فوٽُو، فوٽو:** ذ. (انگ) عڪسي تصوير. عڪس- هوبهو نقشو.

**فوٽو گرافر:** ذ. فوٽو ڪيندڙ.

**فوٽوگرافي:** ث. تصوير ڇڪڻ جو عمل. فوٽو ڪيڻ جو فن.

**فوجَ:** ث(ع) لشڪر- سپاه. گهڻن ماڻهن جو مجموعو- انبوهه.

**فوجدارُ:** ص. فوج جو عملدار. ڪوتوال.

**فَوجداري:** ث. فوجدار جي چونڪي. ڏوهن جا فيصلا ڪندڙ عدالت.

**فوجداري قانون:** ذ. ڏوهن جي روڪٿام وارو قانون- ڪرمنل لا.

**فوج ڪَشي:** ث. لشڪر چاڙهڻ- ڪاهه.

**فوجي:** ص. فوج جو سپاهي.

**فَوراً، فَوري:** ظ(ع) يڪدم- جهٽ پٽ- ٿُرت- جلدي.

**فورَم:** ذ(انگ) عام بحث. بحث مباحثي جي جاءِ.

**فورمئن:** ذ(انگ) مزدورن جو نگران مستري.

**فوطو:** ذ(ع) خصيو- آنورو.

**فَوق:** ظ. (ع) مٿي- مٿاهون- مٿيون.

**فوق العادَت:** معمول کان مٿاهون. وس کان ٻاهر.

**فوقيَت:** ث(ع) بلندي- مٿاهين. برتري. ترجيح.

**فوڪَس:** ذ (انگ) ڪئميرا جي اک جو مرڪز. هڪ هنڌ ڪٺو ٿيڻ جو مرڪز.

**فَولادُ:** ذ (ف) سخت ۽ اعلي قسم جو لوهه- رُڪ. (ص) نهايت سخت- مضبوط.

**فَولادي:** ص. رُڪ جو ٺهيل. نهايت سخت- مضبوط.

**فوليو:** ذ (انگ) ڪاغذ جو ورق، جنهن تي فقط هڪ طرف نمبر لڳل هجي.

**فون:** ذ(انگ) ٽيليفون- ڏسو "ٽيليفون".

**فونو:** ذ(انگ) آواز رڪارڊ ڪندڙ مشين.

**فَهرستَ:** ث (ع) وچور- تفصيل- لسٽ. تفصيل سان سلسليوار لکيل وچور. يادداشت.

**فَهمُ:** ذ(ع) عقل- سمجهه- دانائي.

**فَهم و فَراسَت:** ث. عقل ۽ سمجهه- سياڻپ- دانائي.

**فَهمائش:** ث(ع) سمجهاڻي. تنبيهه- هدايت.

**فَهمي:** ث. سُرت- سمجهه.

**فَهميون مُنجهائڻ:** حوصلا خطا ڪرڻ. گمراهه ڪرڻ.

**فَهميدو:** ص. سمجهو- ڏاهو- سياڻو- هوشيار.

**فَهميدگي:** ث. عقل- سمجهه. ڌيرج- صبر.

**فَهيمُ:** ص(ع) عقلمند- ڏاهو- داناءُ.

**فِي:** ث (انگ) معاوضو- اجرت. محنتانو. اسڪول ۾ شاگردن کان ورتل ماهياني رقم.

**في:** حرف جر(ع) ۾- منجهه- اندر. جو. سان- گڏ.

**في اللّٰه:** ظ. الله ۾- ذات حق ۾. الله جي محبت ۾.

**في البَديهه:** ظ. فوراً- يڪدم- ٺهپه.

**في الجُملَه:** ظ. مطلب ڳالهه جو- قصو ڪوتاهه.

**في الحالَ:** ظ. هن وقت- هينئر.

**في الحَقيقَت:** ظ. حقيقت ۾- اصل ۾. سچ پچ.

**في الفَور:** ظ. يڪدم- فوراً.

**في الوَقت:** ظ. هن وقت- هينئر. فوراً- يڪدم.

**فِي أمان الله:** جملو. خدا جي امان ۾ (موڪلائي وقت جو جملو).

**فِي سبيل الله:** جملو. خدا جي واٽ ۾.

**فِي سيڪڙو:** ظ. هڪ سئو تي.

**فِي نَفسة:** ظ. پنهنجي ذات کان.

**فَياض:** ص(ع) سخي- ڏاتار.

**فَياضي:** ث. سخاوت- دريادلي.

**فيچر:** ذ (انگ) ڪهاڻي نما اخباري مضمون. گيتن سان ڀرپور ڪهاڻي (فلم يا ريڊيو تي).

**فيڊريشن:** ث(انگ) وفاق. وفاقي انجمن.

**فَيروز:** ص(ف) فاتح. سڀاڳو. ڪامياب.

**فيروز مَندي:** ث. ڪاميابي. فتح- سوڀ. سڀاڳ.

**فَيروزو:** ذ(ف) هڪ قسم جو قيمتي پٿر (نيري رنگ جو ٿئي).

**فيروزي:** ص. نيلو- نيرو (رنگ).

**فيڙَ:** ث. گهوڙي جي کُر جي مٿان مُرڻي وارو حصو.

**فَيشَنُ:** ذ (انگ) طرز- ڍنگ- نمونو. بناوت. لباس جي ٻيهڪ. رواج- دستور- هلي چلي.

**فَيشني:** ص. فيشن وارو. رسمي.

**فيصَل:** ذ(ع) فيصلو- نبيرو

**فيصَل ڪرڻ:** نبيرڻ- فيصلو ڪرڻ. طيءِ ڪرڻ.

**فيصلنامو:** ذ. فيصلي جو لکيل ڪاغذ.

**فيصلو:** ذ(ع) نياءُ- انصاف. نبيرو. فتوي.

**فيصلو رکڻ:** نبيري لاءِ وقت ۽ جاءِ مقرر ڪرڻ.

**فيصلو ڦڙو:** منجهيل معاملي جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ نبيرو.

**فَيضُ:** ذ(ع) فائدو- نفعو. ڀلائي- بهتري.

**فَيضانُ:** ذ. نفعو- فائدو.

**فيض بخش:** ص. فائدو ڏيندڙ. مهرباني بخشيندڙ.

**فيض رسان:** ص. نفعو پهچائيندڙ. فائدو ڏيندڙ.

**فيض عام:** ذ. عام ماڻهن جو ڀلو.

**فيض ماب:** ص. فائدو پهچائيندڙ.

**فَيضي:** اسم خاص. اڪبر بادشاهه جي هڪ سنڌي مصاحب جو نالو "ابوالفيض فيضي".

**فيضياب:** ص. فائدو حاصل ڪندڙ. فيض وٺي ويندڙ.

**فيڪٽري:** ذ(انگ) ڪارخانو- مِل.

**فيڪس:** ذ(انگ) برقي تار ذريعي لکيڙهه موڪلڻ جي مشين.

**فيڪس ڪرڻ:** فيڪس مشين وسيلي لکيڙهه موڪلڻ.

**فيلُ:** ذ(ع) هاٿي.

**فيلبانُ:** ص. هاٿيءَ کي هلائيندڙ- پيلبان.

**فيلپا:** ث. بيماريءَ جو هڪ قسم- هاٿي پيڳ.

**فيل مَست:** ص. مست هاٿيءَ جهڙو. بيپرواهه.

**فيل:** ص(انگ) ناپاس. ناڪامياب.

**فيلڊ:** ث. (انگ) ميدان. شعبو.

**فيلڊ مارشل:** ذ. فوج جو سڀ کان وڏو عهدو ۽ اعزاز.

**فيلڊَر:** ذ (انگ) ڪرڪيٽ راند ۾ بال کي جهليندڙ رانديگر (جيڪو ميدان ۾ بيٺل هجي).

**فَيلسُوف:** ذ(يوناني) حڪيم- ڏاهو- داناءُ.

**فيلسُوفي:** ث. فلسفو. حڪمت- ڏاهپ- سياڻپ.

**فيلو:** ذ(انگ) ڪنهن سوسائٽي يا يونيورسٽيءَ جو ميمبر. ساٿي.

**فيلوشپ:** ث. تعليمي اداري يا سوسائٽيءَ جي نمايان رڪنيت.

**فَيملي:** ث(انگ) ڪٽنب- گهر جاياتي.

**فيملي پلاننگ:** ث. ڪٽنبي رٿابندي.

**فينسي:** ص(انگ) خوبصورت- تمام بهترين.

**فيُوز:** ذ(انگ) برقي سرڪٽ ۾ لڳندڙ تار جو ٽڪر، جيڪو برقي وهڪري کي ڪنٽرول ڪري.

**فيوز ٽيڻ:** تيز گرمائش سبب سڙي وڃڻ (برقي بلب وغيره)

# ق

**ق:** ذ. اُچار ”قي.“ سنڌي الف- بي جو ستٽيهون اکر.

**قابنو:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**قاتُ:** ذ. پاڻيءَ جو وڏو وهڪرو جيڪو درياءَ مان وهي. ڏارُ- چيرُ (پيٽ وغيره ۾).

**قاتَ قاتَڻ:** وڏو راز ظاهر ٿيڻ. سازش کُلڻ.

**قاتَ ڪائڻ:** ڳالهه ظاهر ڪرڻ- پڌرو ٿيڻ.

**قاتَڪُ:** ذ. وڏو دروازو. اڪرنڌڙ رستي لاءِ ريلوي لائين تي نهيل ويڪرو دروازو.

**قاتَڪ وارو:** ص. ريلوي قاتڪ تي مقرر ملازم.

**قاتَلُ:** ص. چيريل (ڪپڙو وغيره). کُليل (واتُ).

**قاتل ٽُتل:** ٽڳڙيون ٿيل- ليهون ليهون ٿيل.

**قاتَڻُ:** م. چير جڻ. چاڪ ٿيڻ. شگاف ٿيڻ. کُلڻ- ظاهر ٿيڻ. ويڪرو ٿيڻ. ڏاڍيان ڳالهائڻ.

**قاتوڙو:** ص. قاتل (وات). وڏي وا ڪي ڳالهائيندڙ.

**قاتوڙو دُهل:** ذ. مُنهن تي چئي ڏيندڙ. بڪبڪيو. دل جو هلڪو (جيڪو دل ۾ ڳالهه رکي نه سگهي).

**قاتِي:** ص. قاتل (اگڙي)- چِنل (ڪپڙو).

**قاتيون سبڻ:** ڳنڍ توپ ڪرڻ. مائٽي ڳنڍڻ.

**قاپُل:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**قادڪِي:** ث. ڪِڻ جي هينين ڪڙن ۾ ٻڌڻ لاءِ رسيءَ جو ٽڪر.

**قاڏ:** ث. ڏاند پڇي ڪاني- چپر.

**قاڏو:** ص. ويڪرو. وَريل.

**قاڏِي:** ث. مينهُن جو هڪ قسم (جنهن جا سڱ موڪراءِ پاسي تي وريل هجن).

**قارَ:** ث. ميوي وغيره جو وڍيل ٽڪر- قاش- قاڪَ.

**قارُون ڪرڻ:** ڳترا ڪرڻ. تقسيم ڪرڻ. ٽڪر ٽڪر ڪرڻ.

**قارُ:** ذ. هر ۾ لوهي نوڪدار ٽڪرو (جيڪو زمين کيڙي)- چوني- ڳهوبو.

**قارَڪُ:** ص. نڪمو- نا ڪارو. فضول.

**قارو:** ذ. سنڌ جي ڦورن جو بندل.

**قارُوو:** ذ (ف: فالسہ) ميوي جو هڪ قسم ۽ ان جو وڻ.

**قارُوهو:** ذ. زناني سٿڻ جي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**قارِي:** ث: قار- ڳترو- ٽڪر.

**قاڙَ:** ث. ٻوٽي جو هڪ قسم. گاهه جو قسم.

**قاڙُ:** ذ. چيرُ- چاڪُ- شگاف. ڏرڙ.

**قاڙُ قاڙڻ:** وڍو وجهڻ. نقصان جهڙا ڪم ڪرڻ. عيب ظاهر ڪرڻ.

**قاڙَڻُ:** م. چيرڻ. شگاف ڪرڻ- چاڪ ڪرڻ. ٽڪر ڪرڻ (ڪپڙو). کولي ويڪرو يا وڏو ڪرڻ.

**قاڙهو:** ذ. درياءَ لڳ پيلن جو هرڻ مثل هڪ جانور.

**قاڙها مارڻ:** ڏکيو ڪم ڪري ڏيکارڻ (ٽوڪ). رڳو ٻڌا ڪون هڻڻ؛ عملي طرح ڪجهه به نه ڪرڻ.

**قاسائڻُ:** م. جار يا ڪوڙڪي ۾ جهلڻ. قابو ڪرڻ. مبتلا ڪرڻ. اڙائڻ- اٽڪائڻ. پڪڙڻ- گرفتار ڪرڻ. قبضي ۾ ڪرڻ.

**قاسڻُ:** م. پڪڙجڻ. جهلجڻ. گرفتار ٿيڻ. اٽڪڻ. مُنجهڻ. قابو ٿيڻ. قيد ٿيڻ. محبت ٿيڻ. ڦِڇڻ. مبتلا ٿيڻ (بيماري وغيره ۾). رنڌجڻ.

**قاسِرُ:** ص. قاسندڙ- قابو ٿيندڙ.

**قاسِڻي:** ث. قاسائڻ جي نوڙي. قاهي- قندو- دام.

**قاسِي:** ث. رسي جو ڦندو، جيڪو ڳچيءَ ۾ وجهي سان گهٽي ماري رسي ۾ لٽڪائي مارڻ جي سزا- قاهِي.

**قاسي اچڻ:** قاهيءَ وسيلي موت جي سزا ملڻ.

**قاسي ڏيڻ:** قاهي چاڙهڻ. لٽڪائڻ- لڙڪائڻ.

**قاسي ڪائڻ:** ڳچيءَ ۾ رسو وجهي پاڻ لٽڪائڻ- آپگهات ڪرڻ.

**قاقو:** ذ. اڻ وڻندڙ شيءِ. مڪروهه. ڪرفتي- فضلو.

**قاقا ڪائڻ:** ڏُونڊ کائڻ. تڪليفون سهڻ.

**قاڪَ:** ث. قارَ- قاش. جاگرافيءَ موجب زمين جي خيالي ليڪ، جيڪ زمين کي اڌو اڌ ڪري (ويڪرائي قاڪ. ڊگهائي قاڪ).

**قاڳ:** ذ. هولي (هندن جو تهوار)

**قاڳ کيڏڻ:** هوليءَ جو رنگ هڻڻ.

**قاڳِيو:** ص. ڪانب ڪڍي ويهندڙ. بيڪار- نوٽي.

**قالهو:** ص. سڪتو- پالهو. اجايو- فالتو. ڪپڙن سٽڻ جو ڦرهو.

**قان:** ص. ٿڪل- ماندو. نِستو.

**قان تي ڪرڻ:** ماندو ٿي ڪِرڻ. اوچتو ڪِرڻ.

**قان قان ڪرڻ:** اجائي بڪواس ڪرڻ- يکي هڻڻ.

**قانتو:** ذ.بنيءَ ۾ هر ڏينهن مهل اتفاق سان رهجي ويل زمين.

**قانتا پرڻ:** خالي جاءِ پر ڪرڻ- بچيل جاءِ پرڻ.

**قانجهو:** ذ.ونڊ جو سنهو سُڪل ٽارو.

**قاندي:** ٿ.ڪپڙي ۾ بيڙي وجهڻ جو سوراخ.

**قاندَ:** ٿ.ورهاست- ورڇ.حصو- ڀتي.ڦوڙي.

**قاندُڻ:** م. ورهائڻ- ورڇڻ- تقسيم ڪرڻ. حصا ڪرڻ- ڀاڱا ڪرڻ.ڌار ڪرڻ.

**قاندِتي:** ٿ.ورڇ- ورهاست.حصو- ڀتي.نفعي جي ورڇ.

**قانگَ:** ٿ.اَنگهواري ڪاني- ٿوتي.

**قانگهو:** ذ.سڪل ٽاري- قانجهو.

**قاهو:** ذ.ڦاسي.ڳُهٽو- گهوگهو.

**قاهو ڦڪڻ:** ڳاتي پيگو خرچ ڪرڻ- مرضيءَ جي برخلاف خرچڻ.

**قاهو ڪائڻ:** ڦاسيءَ تي چڙهڻ.مجبورتي جڏو يا ڪُڏو ڪم ڪرڻ.

**قاهو ڳچيءَ ۾ وجهڻ:** پاڻ کي جنجل ۾ وجهڻ.

**قاهِي:** ٿ.ڦاسي.ڳُهٽو- گهوگهو.

**قاهِي چڙهڻ:** ڦاسيءَ تي چڙهڻ. موت قبولڻ. ڦاسي وائسي پاڻ کي موت جي منهن ۾ ڏيڻ.

**قبَ:** ٿ.قباڻ يا قبڻ واري حالت.قبيل مال.

**قبِائڻُ:** م.ٻئي جو مال پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ.هڙپ ڪرڻ.پچائڻ- بلائتو ڪرڻ.

**قبَڻُ:** م. ڪنهن شيءِ يا مال مان چڱيءَ طرح حاصلات ٿيڻ. دل گهريو فائدو ٿيڻ. خواهش پوري ٿيڻ. دل تي ديؤ ڪرڻ. نهڪي اچڻ- کپ ٿيڻ.پچڻ (چوڙ ۾).

**قبو:** ص.ڏند ڀيگو- پڏو.

**قبيَل:** ذ.قبي ويل.نهڪيل- موزون.

**قترڪ:** ٿ.انگڙو- تنگ ۾ هنيل قڙتي.روڪ- رنڊڪ.شرارت.

**قَترڪ هڻڻ:** انگڙو هڻڻ.رنڊڪ وجهڻ. ڪم بگاڙڻ.

**قَتُو:** اسم خاص.ماڻهوءَ جو نالو.

**قتِي:** ٿ.صدري- واسڪوٽي- ڪُڙتي جو هڪ قسم.

**قتَ قتَ:** ٿ.پکين جي اڏامڻ جو آواز.پکين جي ڪنين هڻڻ واري چرپر. ڦٽڪو.لچ پچ.

**قتقتيو:** ص.بيقرار- سک ڦٽو- بي آرام.

**قتَڪائڻُ:** م.تڙپائڻ- لُڇائڻ.ايذاءُ ڏيئي لُڇائڻ.

**قتِڪڻ:** م.لُڇڻ- تڙپڻ.

**قتڪنُو:** حب.سک ڦٽو- بيتاب.ڦٽڪندڙ.ڪيچلو- چلولو.

**قتڪو:** ذ.لوچ پوچ- تڙڦتي.بي آرامي- آنڌ مانڌ.

**قتَڪي ڏيکارڻ:** ڪوڙ ڏيکارڻ.

**قتَلُ:** ص.چپيل- چٿيل.

**قتَ:** ظ.مور- اصل- نپٽ.بنهه- نيٺ.

**قتُ:** ذ.ڦرڙي.زخم.ناسور.

**قتَ قتڻ:** اجايو خرچ ڪرڻ.بي سود قرض کڻڻ.

**قتَ پوڻ:** ڏک ٿيڻ- ارمان ٿيڻ.ساڙ ٿيڻ.

**قتَ جاڳائڻ:** سُتل سور ياد ڏيارڻ.تڪليفون ۽ عذاب ياد ڏيارڻ.

**قتَ وجهڻ:** گهاءُ ڏيڻ.طعنا هڻڻ.بد سخن ڳالهائڻ.

**قتن تي لوڻ برُڪڻ:** ڏک ۾ وڌيڪ آزارڻ- ڏک وڌائڻ.

**قناڪَ:** ٿ.ڊاڙ- لباڙ- ٻٽاڪ- بڪواس.

**قناڪو:** ذ. بارود ڀريل پوپو. جيڪو وڏو ٺڪاءُ ڪري. هڪ قسم جي آتشبازي.

**قناڪا چوڙڻ:** ٻٽاڪون هڻڻ.اجايون ڳالهيون ڪرڻ.

**قناڪِي:** ص.ڊاڙي- ٻٽاڪي- لاف زن.

**قنائو:** ص.ڦٽائيندڙ- ڦِٽائي وجهندڙ- بگاڙيندڙ.

**قَناٽي:** ٿ.ڦٽائڻ جو عمل.نفاق- اٻٽت.خرابي.

**قَنائڻُ:** م.ڦٽ ڪرائڻ.زخم ڪرائڻ.گهايل ڪرائڻ.

**قِنائڻُ:** م. خراب ڪرڻ. ڊاهڻ. تباهه ڪرڻ. اُجاڙڻ. نفاق وجهڻ.بگاڙڻ.

**قنائڻُ:** م.پڃائڻ- موقعي تان پڃائي ڇڏڻ.

**قتَ قتَ:** ٿ.ڦٽ ڪن جهڙو لاڳيتو آواز.موٽر سائيڪل جو آواز.

**قتقتِي، قتقتيو:** (ٿ، ذ) مشين واري ٻـ ڦيٽي موٽر- موٽر سائيڪل.(ص) ڦٽ ڦٽ ڪندڙ.

**قتَ قتَ:** ذ.ڏڏڻ ڏؤنري جو چڪو- دڳل- دڳ.

**قنجَڻُ:** م.زخمي ٿيڻ- گهايل ٿيڻ.

**قنرائِي:** ٿ.سنائي- پاڪائي- تندرستي.

**قنِرو:** ص.تازو توانو.چڱو ڀلو.تازو (کير مکڻ وغيره).سٺيو.

**قنڪ:** ٿ.عدت- هير.هلت چلت.

**قَنڪارَ:** ٿ.ملامت.ڄٽ ڦِٽ.نفرت- ڌڪار.ڀٽ پاراتو.لعنت ملامت.

**قَنڪار وسڻ:** هر وقت لعنت ملامت ٿيڻ.ڄٽ ڦٽ ٿيڻ.

**قَنڪارڻُ:** م. لعنت ملامت ڪرڻ. ڀٽ پاراتو ڪرڻ. ڄٽ ڦٽ ڪرڻ.ڌڪارڻ- نفرت جو اظهار ڪرڻ.

**ڦٽڪائڻ:** م. ڦٽو ڪرڻ- ڇلائڻ- اُڇل ڏيڻ.
**ڦٽڪڻ:** م. روئڻهار ڪو ٿيڻ (ٻار جو). اندر ۾ روئڻ- جهڄڻ.
**ڦٽڪو:** ذ. جسماني سزا لاءِ هڪ خاص قسم جو چهبڪ- ذرو.
**ڦٽڪا هڻڻ:** ڪنهن ڏوهاريءَ کي ڪورٽ جي حڪم سان ذرا هڻڻ.
**ڦٽڪي:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.
**ڦِٽَلُ:** ص. خراب. اُجڙ- تباهه. جهيل (ڪير). ڪِريل- بگڙيل. نهيل (خراب سنگت يا دوستيءَ ۾).
**ڦٽلُ:** ص. چيريل (ڪاٺي وغيره)- سيريل. اُسريل (ٻج).
**ڦٽ لعنت:** ث. ڦٽڪار- ملامت- ڌڪار.
**ڦَٽَڻُ:** م. زخمي ڪرڻ- گهائڻ.
**ڦِٽَڻُ:** م. خراب ٿيڻ- بگڙڻ. ڪرڻ. ڊهڻ. تباهه ٿيڻ. اُجڙڻ. ميسار ڄڻ (اکر). ڪلفت پوڻ. خراب صحبت ٿيڻ.
**ڦٽو ڪرڻ:** اڇلي ڇڏڻ. پري ڪرڻ. ڇڏي ڏيڻ- ترڪ ڪرڻ.
**ڦُٽَڻُ:** م. چيرجڻ- سيرجڻ. اُسرڻ (سلو. ٻوٽو). نسرڻ (سنگ). ڄهلڻ (ٻور). کلڻ (گل)- ٽڙڻ. نڪرڻ- ظاهر ٿيڻ. پَچڻ- لڪي پچڻ.
**ڦٽڻ ڦاٽڻ:** وڌڻ ويجهڻ. عيالي اولادي ٿيڻ.
**ڦٽي اچڻ:** ٻاهر نڪرڻ. ظاهر ٿيڻ. اُسرڻ (سلو).
**ڦٽي ڦاٽي وڃڻ:** جدا جدا ٿي وڃڻ.
**ڦٽو:** ص. ڦٽل. ڊٺل. ويران. غيرآباد. (ذ) غيرآباد علائقو يا ميدان. گهوڙي جو پند ۾ ڪار. سنڌو درياءَ جو هڪ اڳيون وهڪرو.
**ڦٽو ڪرڻ:** ڇڏي ڏيڻ- اڇلي ڇڏڻ- ترڪ ڪرڻ. پري ڪرڻ. ويران ڪرڻ.
**ڦٽُوڙُ:** ذ. ڦٽاٽي- ڦيٽاڙو.
**ڦَٽهڙو:** ص. مرو- خوشي. انٽ. سوڪ.
**ڦٽي وڃڻ:** نڪري وڃڻ. ڀڄي وڃڻ.
**ڦٽي:** ث. ڪپهه جو ڦٽل گوگڙو. گوگڙي مان نڪتل ڪپهه (ڪڪڙن سوڌي). ڏونري يا مڪڻ جو ذرو.
**ڦٽيارو:** ص. ڦٽين وارو- ڦٽين مان ڪڍيل.
**ڦٽيون:** ث. وڙن مان نڪتل ڪپهه (جنهن مان ڪڪڙا نڪتل نه هجن).
**ڦٽيل:** ص. گهايل- زخميل. ڏکويل.
**ڦٽ:** ث. ملامت. ڇِٽ. حيف. لعنت.
**ڦَٽ ڦٽ:** ث. لعنت ملامت- ٿُڪ ٻجو.
**ڦَٽ ڦِٽ جو طوق:** لعنت ملامت سهندڙ ماڻهو.

**ڦٽڪار:** م. لعنت ملامت. ڌڪار- نفرت.
**ڦٽڪار وسڻ:** لعنت وسڻ. خواري ٿيڻ. نفرت جو اظهار ڪرڻ. ڌڪارڻ.
**ڦٽڪارڻ:** م. ڦِٽڪارڻ. لعنت ملامت ڪرڻ. ڇِٽ ڪرڻ. ملامت ڪرڻ.
**ڦَڄُ:** ذ. گهاءُ- زخم. ڦٽ. وڍ- چير.
**ڦڄ ڦڄ ڪرڻ:** نوفر تي نموني هلڻ- نوفر پٺي ڏيکارڻ.
**ڦڄڻ:** م. ڦاسڻ- اڙڻ. وڍڻ- ڪترڻ.
**ڦڏو:** ص. ڏندن ڀڳل. جنهن کي ڏند نه هجن- ڀڏو.
**ڦڏو:** ذ. هڪ قسم جو ننڍڙو پکي- ڦوسي پکي. (ث. ڦڏي).
**ڦڏولي:** ث. بيسود ڳالهه- اجائي بيڪار ڳالهه.
**ڦڏ:** ذ. ڏنگ- وڙ. گهٻ.
**ڦڏائي:** ث. ڦڏو ڪندڙ. جهيڙاڪ. فسادي.
**ڦڏو:** ذ. شڪاف- چير. معاملو- جهيڙو. اٽڪاءُ- رنڊڪ (ڪم ۾). رولو.
**ڦڏو ڦٿري:** ذ. ريڙهه پيڙهه- جهيڙو جهٽو.
**ڦڏو وجهڻ:** نهيل ڪم ڦٽائڻ. ڏڦير وجهڻ.
**ڦڏي باز:** ص. ڦڏائي. جهيڙاڪ.
**ڦڏر:** ث. اجائي آڪڙ- ڦوند- سيٺ.
**ڦڏر ٻڌڻ:** سڪتي آڪڙ ڪرڻ.
**ڦڏڪ:** ث. منڊائي- منڊڪو.
**ڦڏڪ ڦڏڪ ڪرڻ:** منڊڪائي هلڻ. ٻي ڏنگو هلڻ.
**ڦڏو:** ص. ڏنگو- ٽيڙو. آڏو- ترڇو. ونگو- وريل. جنهن ماڻهو جو پير ڦريل هجي (۽ منڊڪائي هلي).
**ڦڏي ڪيڏڻ:** چالاڪي ڪرڻ- حرفت هلائڻ.
**ڦرُ:** ذ. ڦلُ- ميوو. جانور جو ٻچو. ڪاٺيءَ يا ڪَپ جو وهڻ وارو حصو.
**ڦرُ ٽڪرُ:** ذ. چؤپائي مال جو ننڍو ڦرُ. ٻار ٻچو.
**ڦر چاڙهڻ:** ڪنهن ٻه رقم جو مٿان جي سري تي لکڻ.
**ڦر ڇنڊڻ:** ڪچو ٻچ ڪيرائڻ (چؤپايو مال). ٻار ڪيرائڻ.
**ڦر سوئڻ:** چوپائي مال جو ويامڻ کان اڳ رت پٽ ڇڏڻ.
**ڦر ڪرڻ:** بيتاب ٿيڻ. تڪڙ لڳڻ.
**ڦر کان اڳ ڄر ڇڏڻ:** غلط طريقو اختيار ڪرڻ.
**ڦر نه ڪٽڻ:** انگل نه ڪرڻ.
**ڦرن اڳيان ٿاري هڻڻ:** ڪجهه به نه هڻڻ- ڪا به اهميت نه رکڻ. گهٽ

اڳيان ٿورو ڦوٽ هڻڻ.

**ڦرڦند:** ذ. آڪڙ- اجائي مغروري.

**ڦرَ:** ث. زوري ڪسڻ جو عمل- ڪَسَ- لٽَ.

**ڦرائڻُ:** م. چوپائي مال کي لڳ ڪرائڻ- ميڙائڻ.

**ڦرائڻُ:** م. ڪَسائڻ. هٿان وڃائڻ. ٺڳائڻ. ڦُرَ ڪرائڻ.

**ڦرَت:** ث. گهمري- ڦيرو- چڪر. موٽ- واپسي. انڪار.

**ڦرتو:** ذ. آڏاتي جو هڪ اوزار- ڪپڙي ويڙهڻ جي ڪاني.

**ڦرتي گهرتي:** ث. اٿل پٿل. انڪر ڦرار. بدل سدل.

**ڦرَٽُ:** ذ. تيلي ٻجن جون خالي ڦريون (چوپائي مال جو کاڌو).

**ڦرجڻُ:** م. ڦر جهلڻ (وڻ)- ٻُور جڻ. لَڳُ ٿيڻ. پيٽ سان ٿيڻ.

**ڦرجڻ:** م. لُٽجڻ. ڪَسجڻ. ڦر جي وڃڻ.

**ڦردو:** ذ. لٽ- ڦُر. رهزني- ڌاڙو.

**ڦرڙاٽ:** ذ. ڦُرڦُر جو زور سان آواز. پکيءَ جي اوچتو اڏامي وڃڻ جو آواز. گهوڙي جو ڦونگارو.

**ڦرڙائڻُ:** م. ڦيرائڻ- گهمائڻ (اکيون).

**ڦرڙي:** ث. مَلي سبب بدن تي ڦٽَ. ننيو ڦٽَ.

**ڦرڪَ:** ث. ڦيرو. عضوو. حواس.

**ڦرڪ پوڻ:** بيءَ طرح ٿيڻ. بدلجڻ.

**ڦرڪَ ڦرڻُ:** ڦيرو کائڻ. حواس خطا ٿيڻ. عقل چرخ ٿيڻ.

**ڦرڪ ڦيرڻ:** ناپاڪائي. گنده ڪرڻ.

**ڦرڪ ڦيرو ٻڌڻ:** هرهر اچڻ- اير ڦير ڪرڻ.

**ڦرڪائڻُ:** م. ڌڪائڻ- ڪنبائڻ.

**ڦرڪڻُ:** م. ڌڪڻ. ڪنهن عضوي جو ڌڪڻ (جيڪو سوڻ سمجهيو وڃي). ڪنبڻ.

**ڦرڪڻي:** ث. ڌڪڻي- ڪنبڻي- ٿڙڪڻي.

**ڦرڪو:** ذ. ماحول- وايو منڊل. ڊول. هلت چلت.

**ڦرڪو ڦرڻُ:** ماحول بدلجي وڃڻ.

**ڦرڪو:** ذ. ڦونگارو (گڏهه يا گهوڙي جو).

**ڦرلُٽ:** ذ. ڌاڙو- رهزني- ڦُرمار.

**ڦرموٽي:** ث. هڪ قسم جو ٻاراتو رانديڪو (جيڪو ڪاٺ مان ٺهيل لاٽونءَ وانگر ڦري).

**ڦرنُو:** ص. تازو توانو- نوبنو. تندرست- چڱو ڀلو- صحتياب.

**ڦرني:** ث (سن) شڪ- گمان- وسوسو.

**ڦرَڻُ:** م. ڦل ڏيڻ. فائدو ڏيڻ. لڳ ڪرڻ (جانور). ڦرڪڻ (ڪ).

**ڦرَڻُ:** م. گهمڻ- چڪر کائڻ. دائري ۾ هلڻ- گردش ڪرڻ. موٽڻ- ورڻ. اُٿلڻ. بدلجڻ. باغي ٿيڻ- مخالف ٿيڻ. انڪاري ٿيڻ. گمراه ٿيڻ. موڙ کائڻ. مُڙڻ. ڦيرو کائڻ. ڦڏو ٿيڻ.

**ڦرڻ گهرڻُ:** تبديل ٿيڻ- بدلجڻ.

**ڦرڻ:** م. زبردستيءَ سان مال ڪسڻ- لُٽڻ. پورو عيوضو نه ڏيڻ.

**ڦري فقير ڪرڻ:** بلڪل سُڃو ڪري ڇڏڻ.

**ڦرنو:** ص. ڦرڻ وارو- ڦرندڙ. سرگردان. بيقرار. (ذ) لاٽون. چرخو.

**ڦرنو گهرنو:** ص. تبديل ٿيندڙ. گهڻ مٽيو- وهمي.

**ڦري اچڻ:** گهمي اچڻ- موٽي اچڻ. موڙ کائڻ. گهمرو ڏئي اچڻ. مُڙي اچڻ.

**ڦري وڃڻ:** برخلاف ٿيڻ. باغي ٿيڻ. ڳالهه يا قول کان هٽڻ. انڪاري ٿيڻ.

**ڦرني:** ث. چرخي. ڦرموٽي.

**ڦروٽُ:** ذ. نندي جمار جو ڦُرُ. نندو ٻارُ.

**ڦروڙي:** ث. ڦرڙي.

**ڦره:** ذ. هڪ قسم جو ٻوڙو.

**ڦرَهو:** ذ. ڏوٻين جي ڪپڙن ڌوئڻ جو تختو. تختو- پاٽيو. ٽارو (ٻهاري طور ڪم اچي).

**ڦرهو ٿي پوڻ:** ٿڪجي پوڻ. ڏکوٽي سهڻ.

**ڦرهو ڦاٽڻ:** ڏيوالو ٿيڻ.

**ڦرَهي:** ث. ڪاٺ جي ڦٽي- تختي. ڪنيارڪي ڪم جي نپٽي. ڪيلي جي ڦري. مٽرن وغيره جي داڻن واري سائي ڦري.

**ڦري:** ث. مٽرن جي ٻجن وارو تازو ڦُرُ. ڪيلي جو ڦُرُ.

**ڦريو:** ذ. ٽاري (جنهن سان ٻهارو ڏجي). ٻهارو- ٽارو.

**ڦريو ٻهارو:** ذ. چنڊ ڦوڪ- صفائي.

**ڦريو گهمائڻ:** ٻهاري ڏيڻ. چَٽ ڪري ڇڏڻ.

**ڦري ماري:** ث. لٽ- ڌاڙو.

**ڦري سري:** گهمي ڦري- ورواري ڪري.

**ڦڙ:** ث. پل (واهه وغيره مٿان لنگهڻ لاءِ).

**ڦڙباٽ:** ث. ٻٽ ڪ- نبڙ.

**ڦڙباٽي:** ص. ٻٽ ڪي- نبڙي.

**ڦڙتُ:** ص. چُست- چالاڪ. جلدباز.

**ڦڙتائي:** ث. چُستي- تيزي. جلدائي.

**ڦڙائڻ:** م. ڦٽائڻ (سنگت)- ڦيٽاڙو وجهڻ.

**ڦرتَڪ:** ث. ڦڙتي- انگڙو. شرات- فساد.

**قِڙتو، قِڙتو:** ذ.تاجيءَ کي حصن ۾ ورهائڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاني.

**قِڙتو:** ص.ڦُڙت.چالاڪ.تيز.

**قِڙتي:** ث.ڦيراٽي.گوهي.پير جي آڏڙي (جنهن سان ماڻهو ڪِري پوي)-اَنگڙو-اَڙي.وڪڙ واري ڳَنڍ (سِر ڪڻ ڦاهي وانگر).

**قِڙتي ڪائڻ:** گوهي ڪرڻ.انجام تائين ڦرڻ.ڦيرو ڪائڻ.

**قِڙتي هڻڻ:** پير جي آڏڙي ڏيڻ.ڦري وجهڻ.رنڊڪ وجهڻ.

**قِڙتي:** ث.چستي.چالاڪي.جلدائي.

**قِڙتيلو:** ص.چُست.جلدباز.تيز.هوشيار.چڙت.

**قِڙَدُ:** ذ.بهانو-عذر.راڳ.

**قِڙدو:** ذ.دريا.واهه وغيره تان اُڪرڻ لاءِ پُل.

**قِڙ قِڙ:** ث.هوا ۾ ڪپڙي جو آواز.جهنڊي يا بيرق جو آواز.اُڏامڻ وقت پکين جي پَرن جو آواز.

**قِڙ قِڙ ڪرڻ:** پَر هڻڻ.آواز ڪرڻ.ڪوشش ڪرڻ.لپاڙ هڻڻ.اجايو ڳالهائڻ.

**قِڙقِڙيو:** ص.چالاڪ.تکڙو-تيز.ڏاڙي.ٻکٻکيو.

**قِڙ قِڙ:** ث.بُوند بُوند (مينهن جي)-سنهو مينهن-ڪٽيون.

**قِڙقوٽ:** ث.دوڙڊڪ.ڳولا ڦولها.ماندائي.تاکوڙو.

**قِڙَڪَ:** ث.پکيءَ ڦاسائڻ لاءِ ڦندو-کوڙڪي.

**قِڙَڪ مَندڻ:** چارپکيڙن.کيڏ ويڙهائڻ.

**قِڙَڪائڻُ:** م.جهنڊو بلند ڪرڻ.آواز ڪڍائڻ.ويڙهائڻ (کڪڙ).

**قِڙَڪائي وجهڻ:** سخت ڏڪ هڻڻ-ماري وجهڻ.ڦٽڪائي وجهڻ.

**قِڙَڪندي ڦاهي پوڻ:** اوچتو نقصان هيٺ اچڻ.

**قِڙَڪَڻُ:** م.ڏڪڻ-ڪنبڻ.هوا ۾ لڏڻ (جهنڊو).ڪنبي هڻڻ.وڙهڻ (ککڙ).هٿ پير هڻڻ.ڪوشش ڪرڻ.خوشيءَ مان بيتاب ٿيڻ.

**قِڙَڪَني:** ث.ڏڪني-رقتي (سياري ۾ مينهن ۽ سيءَ سببان).ڏهڪاءُ (ڏپ ڪان).

**قِڙَڪو:** ذ.ڪتاب جو پوش (جلد تي).پٺڪو.پڙدو.

**قِڙَڪا پائڻ:** پوش پائڻ-ويس وڳا پهرڻ-ناٺ باٺ ڪرڻ.

**قِڙَڪو لاهڻ:** ليکو چوکو چُڪتو ڪرڻ.

**قِڙَڪي:** ث.هوا ۾ ڪنبڻ جو ڪيل آواز-ڦُڙَڦڙ.اُڏڪ (پکيءَ جي).تيزي-جلدائي-تکڙ.

**قِڙَڪيون هڻڻ:** آکڙ ڏيکارڻ.ڏاڙون هڻڻ-ڪم ۾ تيزي ڏيکارڻ.

**قِڙو:** ذ.ٽيپو-قطرو-بوند.

**قِڙو ڦيرڻ:** ڪيرولوڙڻ.

**قِڙهُ:** ذ."ڦيش" ٻوٽي جو تارو يا پَن-ڦرهو.

**قِڙه ٿيڻ:** ٺڪجي بيحال ٿيڻ.ساتو ٿيڻ مان انيءَ ڪان پنجي رهڻ.

**قَڙَه:** ث.ڏڪ-چوٽ-سَٽ.

**قَڙَهڻ:** م.ٽپ ڏيڻ-ٽپڻ.

**قِڙي:** ث.بُوند-قطرو-ٽيپو.

**قِڙي قِڙي تلاءُ ٿيڻ:** ٿورو ٿورو ٿي گهڻو ٿيڻ-آهستي آهستي گڏ ٿيڻ.

**قِڙيون:** ث.بُوندون (برسات جون)-ڪَٽيُون

**قِڙيون پوڻ:** سنهو مينهن وسڻ-بُوندون پوڻ.

**قَسُ:** ص.ٿڪ-ماندو-چُور.عاجز.چَٽ-خلاص.

**قَسائڻ:** م.ڦاسائڻ.اڙائڻ.پڪڙائڻ.

**قَستو:** ذ.فيصلو (وهنوار جو).معاملو-نبيرو.

**قَستو چڏائڻ:** معاملو نبيرڻ.ڏئي وني آجو ٿيڻ.

**قُسُڙ:** ذ.پکيءَ جو هڪ قسم-ڦوسي پکي.

**قُسڙاٽ:** ذ.ڪَن جون ڳالهيون-سُس پُس.

**قُسڙائڻ:** م.ڏُتارڻ-ورغلائڻ.

**قُسُ قُسُ:** ث.هلڪي آواز ۾ ڳالهاءِ.سُس پُس.ڪَن جون ڳالهيون.

**قُسُ قُسُ ڪرڻ:** آهستي ڳالهائڻ.ڪَن جون ڳالهيون ڪرڻ.

**قَسڪَڻ:** م.هٿن مان نڪرڻ.ترڪڻ-کسڪڻ.

**قَسڪ قَندي:** ص.ترڙو-هلڪو.بيهودو.سڪنو-خالي.کوڙو.

**قَسڪنو:** ص.ترڪنو-گِسڪنو.سَڏڙيو-سِڪنو.(ث.قِسڪني).

**قَسڪو:** ذ.گهڪو-کسڪو.ڦيرو-گهمرو.

**قَسڪو ڏيڻ:** گهمرو ڪري هليو وڃڻ.

**قُسُڪو:** ذ.هلڪو آواز.آهستي ڳالهاءِ.

**قُسُڪا هڻڻ:** ڪَن جون ڳالهيون ڪرڻ.ڪِلاٽون ڪرڻ.لائي چڙهي ڪرڻ.

**قُسڪَڻ:** م.سُس ڦُس ڪرڻ.چنگهون ڏگهيون ڪرڻ.

**قَسَڻ:** م.ڦاسڻ.چهٽي پوڻ-اٽڪڻ.

**قَسَڻُ:** م.چپجڻ.چِٽجڻ.زور يا دٻاءُ سان ڦيهجي پوڻ.

**قَسي پوڻ:** چٽجي پوڻ.ڦاٿي پوڻ.ارمان ٿيڻ-ڏک رسڻ.ڪمزور ٿيڻ.

**قَسَڻُ:** م.زوري اندر وجهڻ.دٻي پرڻ.ڏٽي پرڻ.گهوچڻ.دٻڻ.

**قَسو:** ص.بي زورو-هيٺو.ڦيڻو.

**قَشُ:** ذ.ٿورڀ گو-ذرو-تڪرو.

**قَشرِجَڻُ:** م.ڪاوڙجڻ.تڪرار ڪرڻ.

**قَشري:** ث.تڪرار.ضد-ڪينو-ڦڪڙي.

**قَقُ:** ص.وڏي پيٽ وارو-پيٽو.

**ڦقاٽُ:** ذ. ڦقيءَ جو پٽ (ث. ڦقاٽ) - پقاٽ.

**ڦقڙُ، ڦقڙُ:** ذ. سيني اندرهڪ عضوو (جنهن سان ساهه کڻجي).

**ڦقڙَ ڏڪڻ:** هراس ٿيڻ. ڏپ ٿيڻ. تمام گهڻو ڊڄڻ.

**ڦقڙن ۾ ڦقي پوڻ:** نهايت خوف وچان ڏڪڻ.

**ڦقڙُ:** ذ. ڦقيءَ جو مڙس.

**ڦقڙَن:** م. سُڄڻ- ڦوڪجڻ.

**ڦقڙي:** ث. ڦقڙن جي سوڄ جي بيماري. ٻڪرين جي هڪ بيماري.

**ڦقڙي لڳڻ:** بيماري يا هراس سبب اُڃ لڳڻ. خشڪي چڙهڻ. ڏپ ۾ ڏڪڻ لڳي وڃڻ.

**ڦقس:** ص. ڦيٿو- ڦلهڙو- لڙڪندڙ ماس. سُڄيل- ٿلهو. ڪمزور.

**ڦقڪَڻُ:** م. پاڻي وغيره ٿهڪڻ وقت پاڦ جو آواز ٿيڻ. ٿهڪڻ- ٻَڙڪڻ- اٻرڻ.

**ڦقڪو:** ذ. اوٻرو- ٿهڪو- ٻَڙڪو.

**ڦقڻ:** م. اُپ ساهه کڻڻ- سهڪڻ.

**ڦقو:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڦقي:** ث. ٻيءَ جي پيڻ.

**ڦڪ:** ذ. وات ۾ وڌل ٻوري يا سفوف جي لَپ. ڦڪيءَ وغيره جي لَپ. هڪ ئي وقت وات ۾ پئجي سگهندڙ شيءِ جو انداز.

**ڦڪ نه رهڻ:** ڪجهه به نه رهڻ- ذرو به نه رهڻ.

**ڦڪ هڻڻ:** ليون پري وات ۾ وجهڻ. هيچ سان کائڻ.

**ڦڪانجهو:** ص. ڦڪاڻ مائل- هلڪو پيلو (رنگ).

**ڦڪائي:** ث. هيداڻ- پيلاڻ. شرمساري- لڄ.

**ڦڪائي وندرائڻ:** شرمندگيءَ کي لڪائڻ جي لاءِ بيوس گالهيون ڪرڻ.

**ڦَڪَٽَ:** ث. ڪلڪل- ڪٽ ڦٽ. چِڪتاڻ. خواري- بدنامي.

**ڦَڪَٽ جي ڪَڏِ پوڻ:** دوستي ڦٽائڻ جهڙا ڪم ڪرڻ. مروت نه ڪرڻ.

**ڦڪرائڻ:** م. سُڪائڻ- هواڏيڻ- وائڪائڻ.

**ڦڪرائي:** ث. سو ڪڙ (زمين جي). ماحول جي وائڪائي.

**ڦڪر ڦٽڻ:** پريشاني ٿيڻ. مغز خراب ٿيڻ.

**ڦِڪرو:** ص. ٿورو سُڪل- آڌوڪو (ڪپڙو). تازو توانو. وائڪو.

**ڦڪرو ڪرڻ:** سُڪائڻ- وائڪو ڪرڻ.

**ڦڪڙُ:** ص. ڪَٽَل- جُوڪو. هَٿ ڦاڙ- فضول خرچ.

**ڦڪڙباز:** ص. ڪٽل- فضول خرچ.

**ڦڪڙُ ڦاڙڻ:** اصليت ظاهر ڪرڻ. رازپڌرو ڪرڻ.

**ڦڪڙ هڄڻ:** سُڄو هڄڻ- پينگيو هڄڻ. چالاڪ هڄڻ. چُٽ هڄڻ.

**ڦڪڙتال:** س. هٿ ڦاڙ- گهڻ خرچائو.

**ڦڪڙي:** ث. بڪواس. بداخلاقي. خواري. گهپي- ڪيٿو. (ص) بنيان لڳي پوندڙ- جند نه ڇڏيندڙ.

**ڦڪڙي بڌڻ:** خواري ڪرڻ. آزار مچائڻ. وري وري چوڻ- ستائڻ.

**ڦڪل:** ص. ڦند- مڪر. چالبازي.

**ڦَڪَڻُ:** م. ڪا دوا هٿ جي ترِيءَ تي رکي وات ۾ وجهڻ. جهٽ پٽ کائڻ. اُڏائڻ (دولت).

**ڦڪو:** ذ. لپ ۾ آيل مقدار- ڦڪ.

**ڦڪا هڻڻ:** جلدي کائڻ. لَپون پري کائڻ. گهڻو کائڻ.

**ڦِڪو:** ذ. هڪ رنگ جو نالو- هيڊو- پيلو. (ص) هلڪو (رنگ). بي رونق. بي سواد (جنهن ۾ لُوڻ نه هُجي). ڪومايل (مُنهن). اُداس. شرمندو- لڄي. (ث. ڦِڪي).

**ڦِڪو ٿيڻ:** شرمساري يا ڏپ سبب منهن جو رنگ هارجي وڃڻ- پيلو ٿيڻ- هيڊو ٿيڻ (منهن). شرمندو ٿيڻ- لڄي ٿيڻ.

**ڦِڪا ڳِنا چُوپڻ:** بيفائدو ڪم ڪرڻ. پشيمانيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه هٿ نه اچڻ.

**ڦڪي:** ث. حڪيمن جي دوا. ٻورو يا سفوف. جيڪو ترِيءَ تي رکي وات مان ڦڪجي. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

**ڦڪي ٻُڪي:** ث. دوا درمل- ڦڪي سٽي.

**ڦڪي ڦيٿو:** دوا دُعا- علاج.

**ڦڪي ڏيڻ:** دوا ڏيڻ. صدمو رسائڻ. ڏاڍو مارڻ.

**ڦِڳائڻ:** م. اُچلائڻ- اُچلائي ڦٿو ڪرڻ.

**ڦِڳڻ:** م پيڄڻ.

**ڦِڳڻُ:** ذ. سنبت سال جو ٻارهون مهينو (جيڪو عموماً فيبروري يا مارچ ۾ اچي).

**ڦَلُ:** ذ (سن) ڦرُ (وڻ، اوپڙ جو). ميوو- ثمر. نتيجو. فائدو. عيوض- اجر.

**ڦلجڻ:** م. ڦرجهلڻ- ڦرجڻ.

**ڦلدائڪُ:** ص. ميويدار. فائديمند.

**ڦل ڦول:** ذ. ميوا گل. فصل. اُپت- پيدائش.

**ڦل ملڻ:** نتيجو ملڻ. عيوض ملڻ. ڪئي جي سزا ملڻ. نفعو ملڻ.

**ڦُلُ:** ذ (سن) گل- ڦول. پيرت ۾ ڪم ايندڙ سٽ پٽ جو گل. ٽوپيءَ جو ٽُوئر. نڪ يا ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. تعويذ- ٽڻٽ. منڊيٿري جو گل. حيض- ماهواري.

**ڦل تيار ڪرڻ:** حقي يا چلم جي ٽوپيءَ تي ٽانڊو چاڙهڻ.

**ڦل چُوندڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم موجب لائون ڪان پوءِ گهوٽ جو ڪنوار جي مٿي تان ڪپه جا ڦُڙا چوندڻ.

**ڦلا:** ذ. جوئر يا مڪائيءَ جا ڦُلَ داڻا (جن جو اندريون ڳڀ ڦاٽي گُلن جو ڏيک ڏئي).

**ڦلن مٺ ڏيڻ:** خسيس معاوضو ڏيڻ.

**ڦلارجڻ:** م. ٽِڙڻ (ٻُور، گُل). باھ ۾ وڌل شيءِ ڦندجڻ (جيئن ڦٽڪي، جست وغيره ڦلارجي). اندر جي گرمي سبب وات ۾ ڦلٽيون ٿيڻ.

**ڦلارڻ:** م. ڪنهن وڻ جو ٻُور جهلڻ. گُلَ جهلڻ.

**ڦلاري:** ص. گُلوڪندڙ- ٻڪاري.

**ڦلانتي:** ث. مڙس مري ويل عورت- رن زال (جنهن کي ڦُلَ ايندا هجن).

**ڦلائي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (لاکو ڦلاڻي).

**ڦلبندي:** ث. اٽڪل- چالاڪي. اجائي نيڪي.

**ڦلبندي ٻڌڻ:** خوشامد ڪرڻ. ورغلائڻ.

**ڦلڙي:** ث. ننڍو ڦل يا گُل. اَڪ جو گُل. هڪ قسم جو ڳهه (نڪ يا ڪن ۾ پائڻ جو). پيرت جو هڪ نمونو.

**ڦلڙي رکڻ:** ڏوھ ڏيڻ- الزام آڻڻ.

**ڦلڙي لائڻ:** خوشامد ڪرڻ. جهيڙو مچائڻ.

**ڦلڦليو:** ص. ٻن رنگن جي ڇٽن وارو (ڪڪڙ، گهوڙو وغيره).

**ڦلڪاري:** ث. ڪپڙي يا ڪاٺ تي گُل ڦل ناهڻ جو ڪم. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**ڦلڪو:** ذ. ٽئي تي پڪل سنهي ماني- چپاتي.

**ڦلڪي:** ث. ڪيڻ جو مٿيون ڦُرهو.

**ڦلنگي:** ص. يورپ جو رهاڪو- فرنگي.

**ڦلڻ:** م. ڦر جهلڻ- ڦرڻ. سوپارو ٿيڻ. اولادي ٿيڻ.

**ڦلڻ ڦلڻ:** وڌڻ ويجهڻ. عيالي اولادي ٿيڻ. سرسبز ۽ شاداب ٿيڻ.

**ڦلُٽو:** ذ. گرميءَ يا گاٺ سبب جسم تي ٽيل ڦوڦيندو- ڇلٽو.

**ڦلٽا پوڻ:** ڇلٽا پوڻ. سخت تڪليف ڏسڻ.

**ڦلو:** ذ. جوئر يا مڪائيءَ جو ڦُلَ داڻو. اکين جي هڪ بيماري- اک جي تاري ۾ ٽيل اڇو ٽِڪو. ڏيي جي وٽ جو سڙيل حصو. دڪيل ٻيڙيءَ جي رَڪ.

**ڦلُو:** ذ. تاس جي ڇٽن شڪلين مان هڪ [illegible] (جيڪا گُل جهڙي ٿئي).

**ڦلواڙي:** ث. باغيچو- چمن.

**ڦلورَ، ڦلهور:** ث. ڳولا. ڪنڊير (ٽيڙن جي).

**ڦلورَ وجهڻ:** ڳولها ڦولها ڪرڻ. سامان يا ٽيڙ ٽاڙي ڪنڊيرڻ.

**ڦلورڻ، ڦلهورڻ:** م. ڪنهن شيءِ جي ڳولا ۾ سڀ ٽيڙ هيٺ مٿي ڪرڻ (پيٽيءَ يا هٽ ۾). ڳولڻ. پڪيڙڻ. ڪنڊيرڻ.

**ڦلوسٽو:** ذ. ڦلٽو- ڇلٽو- ڦوڦيندو.

**ڦلُوٽو:** ذ. ڦلٽو- ڇالو- ڦوٽيندو.

**ڦلهار، ڦلهيار:** ث. ڇار- رک- ڪيري.

**ڦلهيار ۾ ڦوڪون ڏيڻ:** اجائي محنت ڪرڻ. جنهن مان الٽو نقصان پوي.

**ڦهائي:** ث. ڦيٿائي. ڍرائي. سُستي.

**ڦلهو، ڦلهڙو:** ص. ڦيٿو. ايرو- ڪمزور. بي همت. ڍرو- ليلهڙ ڍڄتو. نرم- ڪونئرو. سست- ٿوتي. (ث. ڦلهڙي).

**ڦلهيرڻ:** م. وکيرڻ- ڪنديرڻ. ڦلهورڻ. ڪونڊڻ. سلجهائڻ (سٽ).

**ڦلي:** ث. ڦري (ڪيلي وغيره جي).

**ڦلي:** ث. ننڍڙو ڦل. اڪ جي ڦلڙي. جانيي جو گُل. ڪپڙي تي پيرت پيريل گُل. نڪ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. ٽاٽيل گيھ مان نڪتل ڪٽو ڪلراٺي زمين تي لوڻ جو ته. سوڍا ڪار.

**ڦلي ڏيڻ:** هُشي ڏيڻ- ٽيڪر ڏيڻ.

**ڦليل:** ذ. گُلن جو عرق ملايل تيل. خوشبوءِ- سُرهاڻ- عطر.

**ڦليلي:** اسم خاص. اڳوڻي دور ۾ حيدرآباد ضلعي مان وهندڙ هڪ واٽ (جنهن جي ڪناري تي باغ ۽ گُل ڦل هجڻ سبب اهو نالو مشهور ٿيو). موجوده وقت ۾ هڪ وڏي واھ جو نالو. جيڪو ڪوٽڙي بئراج وٽان پاڻي کڻي.

**ڦليو:** ص. ڦُلن وارو- ٻُڙيائون. ڦلڦليو- ڇٽڪمرو.

**ڦن:** ذ. رڍ يا ٻڪريءَ جي ننڍڙن ڦرن جي ڪچڙن ڪُرن جو پڪو ٿيڻ.

**ڦنجھ:** ذ. ٻنيءَ جي بند ٻڌڻ جو پنجهو.

**ڦنجھ:** ث. پير جي مُرئي جي پُٺ وارو حصو- ڪُچ.

**ڦنجهو:** ص. ٽنگن ڦريل (ماڻهو يا جانور). (ث. ڦنجهي).

**ڦندُ:** ذ. ڄار- دام. فريب- مڪر.

**ڦند پکيڙڻ:** ڄار وڇائڻ. ڍونگ ڪرڻ. حرفت ڪرڻ. ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**ڦندڻُ:** ذ. دريائي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڦندَڻ:** ذ. سوٽي يا ريشمي ڌاڳن جو گُل (جيڪو ٽوپين، تسبيحن وغيره ۾ وجهجي)- ٽؤنر.

**ڦندئي:** ث. ننڍو ڦندڻ.

**ڦنڊئي تيو وتڻ:** پنيان لڳو وتڻ.

**قندو:** ذ. سر هڪڙ ڦاهي. رسي ۾ ڳنڍ ڏيئي ڦاسائڻ لاءِ ٺاهيل ڳٽ. مڪر- فريب.

**قندي ۾ ڦاسڻ:** مشڪل ۾ ڦاسڻ. تڪليف ۾ پوڻ. فريب ۾ اچڻ.

**قنا جڻ:** م. ڦوڪجڻ. پرجڻ (هوا سان). وڏائي ڪرڻ. آڪڙجڻ. سيڙجڻ.

**قنبر:** ث. وهڙي جو گوشت. ڪوهه لاءِ ڳنُون.

**قنبر ٿيڻ:** بيڪار بنجڻ.

**قندڪ:** ث (ف: فندق) ٺوڪو (آگرسان). اشارو.

**قندڪ ئي نه سهڻ:** ڪوبه پهلوئي نه هئڻ. بلڪل ڪمزور هئڻ.

**قندڻُ:** م. ڦوڪڻ- پرڻ (هوا سان) سيڙڻ- آڪڙڻ. سُجڻ. وڏائي ڪرڻ.

**قندڻي:** ث. ڪنڪ جو هڪ قسم. دريائي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**قندي:** ص. ڦرندڙ. ڏيندڙ مادي.

**قنديلُ:** ص. سُوٽل- سوڄ وارو. آمسيل. ڦوڪيل.

**قنديلُ:** ذ. چمني- بخارو- دونهين جي نيڪال وارو بمبو.

**قنگي:** ث. برسات تي ٿيندڙ هڪ قسم جو اوپڙ. گونج. ڪنيي (اوپڙ).

**قنگهه:** ذ. ڪنيءَ- پَرُ.

**قنگهو:** ص. پَنڙو- ڇدو- ياتيءَ جهڙو (ث. قنگهي).

**قنُ:** ذ. نانگ جو مٿي وارو حصو (جيڪو مستيءَ ۾ ڦنڊ جي). پير جو اڳيون حصو- پب.

**قنُ ہڏڻ:** ڪنهن وهٽ جي ڦر جو ڪير ڏاڻڻ بدران ڳاهڪائي مڇڻ.

**قنوتو:** ذ. وڏي ڦتي- ڪنگهو. ڪاٺ مان ٺهيل ڦتي (جنهن کي ٻنهي پاسي ڏندا ٿين).

**قني:** ث. وارن کي سنوارڻ جو اوزار- ڪنگهي. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار (تاڃي ۾ پيٽي کي پچائيندڙ اوزار). ڪلهي جي ٻنيءَ وارو ويڪرو هڏو.

**قني ڏيڻ:** وارن کي ڪنگهي ڪرڻ.

**قني ڦوڪارو:** ذ. هار سينگار. ناهنوهه (بدن جي).

**قنيگر:** ص. قنيون ٺاهيندڙ.

**قنيهاري:** ذ. قنيءَ وارو هڏو- قني.

**قوٽ:** ث. جدائي- علحيدگي. ابتبت- نفاق. درز- شڳاف- چير.

**قوٽ پوڻ:** ابتبت ٿيڻ. جدائي ٿيڻ. نفاق پوڻ. جهيڙو ٿيڻ. سيرَ پوڻ- چير پوڻ- درز پوڻ.

**قوٽُ:** ذ. سنڌ جو ڏڪار وارو حواب.

**قوٽُ ٻوڏ نه چوڻ:** ڪجهه به نه چوڻ- نه ڪڇڻ. سڏ نه ڏيڻ.

**قوٽُ ڪي جيءُ ڪرڻ:** ٻچڙن سان چڱي نموني هرڻ.

**قوٽارڻُ:** م. قاڙڻ (اڪيون)- دوڏا ڪيڻ.

**قوٽانو:** ذ. ڪنوارتين طرفان ڳايل ڪِل پوڳ وارو هڪ قسم جو ڳيچ.

**قوٽرُ:** ذ. ڦُٽي پوندڙ- ڦُٽندڙ.

**قوٽڙي:** ث. پوٽلي- ڳوٿري. ٻجڪي.

**قوٽڪُ:** ذ. مير وارو سون- پراٽو سون (جيڪو گهاڙيتي ۾ نه اچي سگهي).

**قوٽو:** ذ. پسر ڪي وڪر جو هڪ قسم- ايلاچي (ٻه قسم: ننڍو قوٽو- وڏو قوٽو). ڇَني يا پنير جو داٽو. پاتيءَ جو بوڙيو- حباب. مڇيءَ جي هوا پريل ڳوٿري.

**قوٽو ٿرڻ:** ڪڪڙ جو آني لاهڻ بعد دانهون بس ڪرڻ. حاسد ماڻهوءَ جو خوش ٿيڻ. آرامءَ چپ ڪرڻ.

**قوٽي تي قاڙڻ:** اتي جو اُتي پڌرو ڪرڻ.

**قوٽي قار نه موڪلڻ:** ماني ڳنڍڻ جو خيال نه رکڻ.

**قوٽهڙو:** ذ. ٻج يا گاهه وغيره جو اوپڙ.

**قوٽهڙي جي موسم:** ث. بهار جي مند- بسنت رُت.

**قوٽيڙو:** ذ. پرت جو هڪ قسم.

**قودنو:** ذ (ف: پودينه) هڪ قسم جو خوشبودار اوپڙ (جنهن مان جوهر جو سَت نڪري). جسم جو پوله وارو حصو.

**قودني جي ٽڪي:** ث. قودني جي جوهر مان ٺهيل ٽڪيون.

**قودني ۾ ويهڻ:** مغز ۾ وهڻ- سمجهه ۾ اچڻ.

**قور:** ث. سگند (گُلن جي).

**قورڻ:** م. ڪ به شيءِ هڪ هنڌان ڪٽي ٻئي هنڌ رکڻ- چورڻ- ريڙهڻ.

**قورو:** ذ. اوبري تي ويڙهيل سُٽ. سُٽ جو ويڙهو.

**قورو قولهڻ:** منجهيل سُٽ کي سلجهائڻ. راز کولڻ. ڳجهه پڌرو ڪرڻ.

**قورُو:** ص. ڦر ڪندڙ. راهزن. وات تي ڦرلُٽ ڪندڙ.

**قورُو گهٽو:** ص. سخت لُٽيرو- وڏو رهزن. هيڇي- لانڇي.

**قوري:** ث. سُٽ جي ننڍي ويڙهي.

**قوڙ:** ذ. قوٽ. ڏار- چير. جبل جي گهار (قاٽ).

**قوڙاٽُ:** ذ. وڏي ڏار جو ٽڪر. چيريل ڏار. ڳرو ڪاٺ.

**قوڙاٽي:** ث. ڪهاڙي سان قوڙيل يا چيريل ڪاٺي.

**قوڙائو:** ذ. وڇوڙو- جدائي- فراق. جدائيءَ جو ڏک.

**قوڙائو ڪڍڻ:** ارمان ڪرڻ. روئڻ- رڙڻ.

**قوڙائي:** ث. ڪاٺين چيرڻ جي مزوري- چيرائي.

**قوڙَنُ:** م. ٽڪر ٽڪر ڪرڻ (ڪاٺيون)- ڏارڻ (ڪهاڙي سان)- چيرڻ. اَنن مان ٻچا نڪرڻ.

**ڦوڙي:** ث. حصو - ڀَتي. ونڊ - ورڇ. حصي پتي ذريعي جمع ٿيل رقم - چندو.

**ڦوس:** ث. مقعد مان بنا آواز جي خارج ٿيل پيٽ جي هوا.

**ڦوس ڏيڻ:** خراب هوا ڪڍڻ. داڙ هڻڻ.

**ڦوس مُنجهڻ:** ڪنهن ڪم ۾ ڦاسڻ. تڪليف ۾ پوڻ. ڪَڪ ٿيڻ.

**ڦوساٽجڻ:** م. ڪاوڙجڻ - آڪڙجڻ. رُسڻ.

**ڦوسر:** ص. ڦوسون ڏيندڙ. بدافعال. داڙي - ٻٽاڪي.

**ڦوسڙي:** ث. ڪوڙو ڦٿاڪو (جيڪو نڪاءُ نه ڪري). ننڍڙو ڦوسي پکي.

**ڦوسٽو:** ذ. ٻلي جو هڪ قسم - ٻلو.

**ڦوسو:** ذ. چيٽو - بوسو.

**ڦوسي:** ث. ڦوس. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڦوسي آڪاس چڙهڻ:** ڪنهن گهٽ ماڻهوءَ جو پاڻ کي وڏي درجي وارو سمجهڻ.

**ڦوسيءَ وانگر ساهه وڃڻ:** جهٽ پٽ مري وڃڻ. آسانيءَ سان مرڻ.

**ڦوڦو:** ص. خالي - پورو - ڊانديو. ڪمزور - نبل. ڦيٿو.

**ڦوڦيندو:** ذ. ڦلنو - ڇلنو.

**ڦوڪَ، ڦوڪي:** ذ. مقعد.

**ڦوڪَ:** ث. وات مان زور سان ڪڍيل هوا. دَمُ. ساهُ. حقي، چلم يا بيڙيءَ جو سُوٽو. ڦوندِ - سيٽَ - آڪڙ.

**ڦوڪَ پرڻ:** بيڙي يا حقي وغيره مان سُوٽو هڻڻ.

**ڦوڪ ٽُٽڻ:** ساهه نڪرڻ - دم ٽٽڻ - مَرڻ.

**ڦوڪَ ڏيڻ:** ڦوڪو ڏيڻ. سُٽس ڏيڻ - واءُ ڏيڻ.

**ڦوڪ سان ساهه وڃڻ:** تمام ضعيفءِ ڪمزور هڻڻ.

**ڦوڪ شُوڪ:** ذ. ڪاوڙ - ناراضپو - ڏمر.

**ڦوڪ نه ڇڏڻ:** پنهنجي هستي نه ڇڏڻ.

**ڦوڪون ڏيڻ:** وات مان زور سان هوا ڪڍڻ. دڙڪا ڏيڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**ڦوڪارُڻ:** م. ڦوڪ ڏيڻ. شوڪارڻ. ڦوڪارو هڻڻ. ڦيٿو وغيره پڙهي ڇوڪارڻ.

**ڦوڪارو:** ذ. شوڪارو. ٺڏو ساهه. ڦيٿي وغيره جي ڦوڪَ. ڪاڪڙي جو سَڏ - ڦوڪو.

**ڦوڪارو ڏيڻ:** ويڙهه دوران ڪڪڙ کي تازه دم ڪرڻ لاءِ پٽيءَ جو ڦوهارو هڻڻ.

**ڦوڪارو هڻڻ:** گهوڙي جو زور سان ساهه ڪڍڻ يا ساهه جي هوا ڇڏڻ - ڦونگهارو هڻڻ.

**ڦوڪَٽُ:** ذ. منت جي شيءِ. مقعد - ڦوڪ.

**ڦوڪٽ ۾:** ظ. منت ۾ - اجايو. بيفائدو. خواه مخواه.

**ڦوڪجڻ:** م. هوا ڀرجڻ. سُڄڻ - ٿوٿرجڻ. پيپ نڪرڻ. ڪاوڙجڻ.

**ڦوڪڻُ:** م. ڦوڪ ڏيڻ. ڀرڻ (هوا). سيڪڻ. جلائڻ - ٻارڻ (باهه). اڏائڻ - تباهه ڪرڻ.

**ڦوڪي ڇڏڻ:** اڏائي ڇڏڻ. تباهه ڪرڻ. فضول خرچي ڪرڻ.

**ڦوڪي ڦڪ پرڻ:** ڏکيو گذران ڪرڻ.

**ڦوڪڻو:** ذ. ڦوڪ سان هوا ڀرڻ لاءِ ربڙ جو غبارو. بوڙيو - حباب.

**ڦوڪڻي:** ث. ڦوڪڻ لاءِ ڏگهي پوري نلي (عام طرح سونارڪي ڪم جو اوزار).

**ڦوڪو:** ذ. زور - ڀيڙ - چپ. احسان - مهرباني - وَڙ.

**ڦوڪو:** ذ. وات مان زور سان هوا ڪڍڻ - ڦوڪَ.

**ڦوڪا ڏيڻ:** ڦوڪون ڏيڻ. برغلائڻ - اُپارڻ.

**ڦوڪي ڏُوني:** فعل. چندي ڦوڪي. (ظ) صفائيءَ سان.

**ڦوڳُ:** ذ. رس نڪرڻ بعد بچيل مواد (جيئن ٿاڌل يا پنگ جو ڦوڳُ) - جو ڳُ. ذائقي ۽ ڏڀُ ڪان سواءِ ڪاٺو. اٽي جو ڇاڻ. ڪمند جو ڇوتو. هڪ قسم جو ٻوٽو. (ص) اٿيو (ڪاٺو).

**ڦوڳهڙو:** ذ. هٺ بکيڙو - فساد - رڳڙو.

**ڦوڳي:** ص. ڦوڳ جهڙو. نچوڙيل - نپوڙيل.

**ڦوڳيسي:** ذ. ڦوڳ ون جو ٻور (ڏٽ طور ڪم اچي).

**ڦوڳني:** ث. ڦولهڙي - پولڙي.

**ڦولُ:** ذ (سن: ڦل) گل - ڦل.

**ڦولبندي:** ث. هٽ ناٽ - اٽڪل بازي - چترائي. چالاڪي.

**ڦول گوبي:** ث. گل واري گوبي - گل گوبي.

**ڦولڙو، ڦولهڙو:** ذ. اَنَ جو پولڙو. گدهه گهوڙي وغيره جو ليڏونو.

**ڦولڙي، ڦولهڙي:** ث. رڍ. ٻڪري وغيره جي پولڙي.

**ڦولَ، ڦولها:** ث. ڦلهور - وڙ - تلاش - کوجنا.

**ڦولڻُ، ڦولهڻُ:** م. ڦلورڻ. گهٽي سامان مان ڳولڻ. ڪنديرڻ - پکيڙڻ.

**ڦولڻُ:** م (سن) گل ڦل ڪڍڻ (وڻ. ٻوٽو). ڦلارجڻ. گونچ ڪڍڻ.

**ڦولو:** ذ. سُٽ يا پَٽ جو اوبري تان لٽل ڦورو - ڏيرو.

**ڦونڊا:** ذ. (ڦونڊو = ذرو. سُٽ جو تندو. پاندو. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ). سُٽَ جا ذرا - اوچي مان نڪتل پوچڙ وارا ڌاڳا - پاندا - ڌهيون.

**ڦونڊا ڦونڊا ڪرڻ:** ذرا ذرا ڪرڻ.

**ڦونڊا ڪڍي ڇڏڻ:** ڇيهون ڇيهون ڪرڻ. بلڪل ناس ڪري ڇڏڻ.

**ڦونڊ:** ث. ڦوڪ (هوا جي). سيٽ- آڪڙ. وڏائي- ٽانءُ.

**ڦونڊجڻ:** م. آڪڙجڻ. ڦوڪجڻ. سيٽجڻ. وڏائي ڪرڻ.

**ڦونڊڙو:** ص. متڪبر. مغرور. هلڪو (دل جو). وات ڦاٽوڙو.

**ڦون ڦون:** ث. نفرت يا ڪاوڙ ۾ نڪ مان ڪڍيل آواز. نانگ جون ڦوڪون. جانور جو ڪاوڙمان ڪيل آواز.

**ڦون ڦون ڪرڻ:** ناراض ٿيڻ- ڪاوڙ ڪرڻ. ڌڪار ڏيکارڻ. ڦوڪون ڏيڻ.

**ڦونگارو، ڦونگھارو:** ذ. گھوڙي جو ڦوڪارو.

**ڦونگي:** ث. سڃاڻپ طور مال جي ڪن ۾ وڌل وڍ.

**ڦوھ:** ذ. اوج- بلندي. تازگي (جوانيءَ جي).

**ڦوھ جواني:** جوڀن جو اوج. شباب.

**ڦوھارو:** ذ (ع. فوارہ) پاڻيءَ کي مٿي اُڇليندڙ ٽانءُ. نل وغيره. سنهين بوندن ۾ پاڻي اُڇليندڙ ٽانءُ. لاڙن ۽ بوندن ۾ مٿان ڪرندڙ پاڻي.

**ڦوھر:** ث. وات مان ڪڍيل پاڻيءَ جي پچڪاري.

**ڦوھڙ:** ص. بيوقوف- چسو- ڄٽ. بد فضيلت- بيهودو.

**ڦھ:** ث. ڪنهن ڳري شيءِ جي ڪرڻ جو آواز.

**ڦھ ٿي ڪرڻ:** زورسان ڪرڻ.

**ڦھ ڦلهڙا ٿيڻ:** زور ڇڏڻ- ڍيرڍرا ٿيڻ.

**ڦھ ڦھ:** ث. لاڳيتو ڌڪ هڻڻ جو عمل ۽ آواز- ڦهڪو.

**ڦھار:** ث. مينهن جون سنهيون بُوندون- ڪڻيون.

**ڦھڪڻ:** م. ڦهڪي سان لڳڻ (ڌڪ). ڪپي اچڻ- نهڪڻ. لڳڻ (ڌڪ).

**ڦھڪو:** ذ. ڌڪ لڳڻ يا زورسان ڪرڻ جو آواز. سٽڪو.

**ڦھڪا ڪرڻ:** سٽڪا ڪرڻ. ٺڪاءُ ڪرڻ- لاڳيتو ڌڪ هڻڻ.

**ڦھڪائي ڏيڻ:** بنا دپ ڊاءُ جي ڇئي ڏيڻ. زورسان اڇلي هڻڻ.

**ڦھلاءُ:** ذ. پکيڙ. مشهوري. وڌاءُ. ڊيگھ- طوالت.

**ڦھلائڻ:** م. پکيڙڻ- ڪنڊيرڻ. ڊگھو ڪرڻ. هُلائڻ (ڳالھ، افواه).

**ڦھلڻ، ڦھلجڻ:** م. پکڙڻ. ڪنڊرڻ. وڌڻ. چوڌاري پسرڻ (پاڻيٺ).

**ڦھنگ:** ث. بوند- ٽيپو- ڦڙي.

**ڦھنگون وجھڻ:** ڳالهائڻ دوران ٿُڪون اڇلڻ. تڪڙو ڳالهائڻ.

**ڦھي:** ث. ٿلي (پيٽ جو هڪ عضوو)- تري. اوجھري.

**ڦھي سُڪائڻ:** بيزار ڪرڻ- هلاڪ ڪرڻ. ورچائڻ.

**ڦھيار:** ث. سنهي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڦھيڙ:** ص. ٿلهو. تمام وڏو ۽ بي ڊولو.

**ڦئنو:** ذ. وڏو پٽڪو- پڳڙ.

**ڦيٽ:** ث. ريشمي ۽ گُلن واري ڪپڙي جي پٽي- پانڪ. ماپ ڪرڻ جي پٽي. ايراضي ماپڻ جي پٽي (جيڪا گول ڊٻليءَ ۾ بند هوندي آهي).

**ڦيٽو:** ذ. ڇاڪ (گاڏيءَ وغيره جو)- ڇيڪلو.

**ڦيٽو ڦيرائڻ:** ٽنگون ٽيڙائڻ. وايون ٻتال ڪرڻ.

**ڦيٽ (ث)، ڦيٽُ:** ذ. سون چانديءَ ۾ ملايل مَٽ (جيڪو ڌاتوءَ کي سخت ڪرڻ لاءِ وجهن). ڇپيٽ- چوٽ.

**ڦيٽ ٿيڻ:** ملاوت ٿيڻ. ڳرهاڙو لهي پوڻ (چوپائي مال جو).

**ڦيٽون هڻڻ:** فساد وجهائڻ- جهيڙو اٽڪائڻ.

**ڦيٽارُ:** ص. ڦٽائيندڙ- خراب ڪندڙ. نفاق وجهندڙ.

**ڦيٽاڙو:** ذ. ڏڦيڙ- نفاق. ويڇو. عداوت.

**ڦيٽجڻ:** م. بدهضمي ٿيڻ. آڦري ٿيڻ.

**ڦيٽو:** ذ. خرابي- خلل. فرق- نفاق.

**ڦيٽو وجھڻ:** نفاق وجهڻ. ڦيٽاڙو وجهڻ.

**ڦيٽھڙُ:** ص. ڦٽي ويندڙ (رنگ)- ڪچو (رنگ).

**ڦيٺ:** ث. لعنت. ڌڪار- نفرت.

**ڦيڏرُ:** ص. ڏُڏ گڏيل ڪير. اُهو ڪير جيڪو اڃا پوري طرح نه ڄميو هجي (ڦُٽيون ڦُٽيون ٿيل هجي).

**ڦيرُ:** ذ. ڦيرو- چڪر. موڙ- ڏنگ. وڪڙ. فرق- تفاوت. فريب- دوکو. تبديلي. نوع- نمونو.

**ڦيرُ ڦارُ (ذ)، ڦير ڦار:** ث. بدل سدل- مَٽ سٽ.

**ڦيرڦند:** ذ. مونجهاري وارو وڪڙ- وَٽ سَٽ.

**ڦير گھيرُ (ذ)، ڦير گھير:** ث. مٽ سٽ- بدل سدل. اٿل پٿل. تبديلي.

**ڦيراٽي:** ث. پنواٽي- چڪر (مٽي جو). گهمرو- دور. هٽ ناٽ- چالاڪي.

**ڦيرارو:** . ڦيري وارو- ڦيرو ڪندڙ- ڦرندڙ. منافق.

**ڦيرائتو:** ص. ڦيري وارو- ڦرندڙ. چلولو. اوٽ موٽ. ورو ڪڙ وارو.

**ڦيرائڻ:** م. گهمائڻ- چڪر ڏيڻ. دائري ۾ هلائڻ. اُٿلائڻ. موڙڻ. بدلائڻ. خلاف ڪرڻ. پيرڻ (چرخو). گهيڙڻ (نار، هرلو). بدلائڻ (رخ).

**ڦيرائُو:** ص. ڦرندڙ- ڦيرائتو. (ذ) ڪُلف جو هڪ قسم.

**ڦيرائي ڇڏڻ:** بدلائي ڇڏڻ. مخالف ڪرڻ.

**ڦيرائي ڏيڻ:** موٽائي ڏيڻ. بدلائي ڏيڻ.

**ڦير ڦيرائڻ:** اٿڪلون ويڙهائڻ- حرفت هلائڻ.

**ڦيرَڻُ:** م. ڦيرائڻ- گهمائڻ- چڪر ڏيڻ. بدلڻ- تبديل ڪرڻ. برخلاف ڪرڻ. موڙڻ. ابتو ڪرڻ. سورڻ (تسبيح).

**ڦيرنو، ڦيرني:** ذ.ث. ڪورين جو هڪ اوزار- آڏاتي جو عضوو.

**ڦيرو:** ذ. گهمرو- چڪر- گردش. گولائي. گهيرو. وڙ- موڙ (رستي جو). طواف.

**ڦيرو ٻڌڻ:** چڪر ٻڌڻ. وارو ٻڌڻ. چارپڪيڙڻ.

**ڦيرو ڏيڻ:** گهمائڻ- ڦيرائڻ. چڪر ڏيڻ. وڪڙ ۾ آڻڻ.

**ڦيرو ڪرڻ:** گهمرو ڪرڻ- چڪر هڻڻ. وري وري اچڻ. وڙ ڪرڻ. گشت ڪرڻ.

**ڦيرو کائڻ:** ڦري وڃڻ. مَٽجڻ- بدلجڻ.

**ڦيري ۾ آڻڻ:** چڪر ۾ وجهڻ. گمراه ڪرڻ- برغلائڻ. ڦندي ۾ ڦاسائڻ. قابو ڪرڻ. مصيبت ۾ وجهڻ.

**ڦيري:** ث. گهمرو- چڪر. ٻَنواتي (مغز ۾). گهورڙيي جو گشت- گهورَ. ناچ جو ڦيرو. ڦرڻ (ٻاراتي راند).

**ڦيري اچڻ:** مغز ۾ چڪر اچڻ- مٿو ڦرڻ.

**ڦيري پائڻ:** پنهنجي چوڌاري ڦرڻ (ٻاراتي راند).

**ڦيريدارُ:** ص. ڦيريون پائيندڙ. دردرويندڙ گهورڙيو. پينو فقير.

**ڦيري ڏيڻ:** ٻانهن کان جهلي چوڌاري ڦيرائڻ- گهمائڙي ڏيڻ. ٻنواتي ڏيڻ.

**ڦيري ڪرڻ:** گهورڙيي جو ڪرڪتي چڪر هڻڻ- گهورَ ڪرڻ.

**ڦيري لاهڻ:** ٻنواتي لاهڻ. مغز مان واءُ ڪڍڻ. غرور ڀڃڻ.

**ڦيري لڳائڻ:** ڪومڇي واري جو واپار تي نڪرڻ. فقير جو گدائيءَ تي وڃڻ. گشت ڪرڻ.

**ڦيري کائڻ:** ڦري وڃڻ (ڳالهه يا واعدي تان). قبول ڪري پوءِ انڪار ڪرڻ. واعدي خلافي ڪرڻ.

**ڦيرُيون پائڻ:** چڪر ڪڍڻ. گهڻي اچ وڃ ڪرڻ. رولڙو ڪرڻ. دربدر ٿيڻ. پريشان ٿيڻ.

**ڦيريون گهيرُيون:** ث. بدل سدل. اٿل پٿل. ڦيرڦار. تبديليون. انقلاب.

**ڦيريءَ وارو:** ص. چڪر هڻي ريزڪي واپار ڪندڙ- ڪومڇي وارو- گهورڙيو.

**ڦيڙ:** ذ. نفاق- جدائي- علحيدگي.

**ڦيڙهُ:** ذ. وڏو بيدولو پٽڪو.

**ڦيڙهو:** ذ. ڪنڪ يا سرين جي ول جو ڪوڙو.

**ڦيسڙُ:** ص. ترڪڻو (جنهن تان ماڻهو ترڪي پوي). پوڙو (زمين). نرم.

**ڦيسڙ پٽ:** ذ. هڪ قسم جي بيماري.

**ڦيسوڙو:** ذ. اُنَ جي گاهه جو هڪ قسم.

**ڦيشَ:** ث. هڪ قسم جو جابلو ٻوٽو (جنهن جي ٽارن مان تڏا، وچڻا، ٻهارا وغيره ٺهن).

**ڦيقو:** ص. ٿلهيءَ بي زور بدن وارو (ماڻهو)- ڦلهڙو. ٿلهو. اُها شيءِ جيڪا اندران پوري هجي. (ث. ڦيقي).

**ڦيڪَ:** ث. گدڙ يا لومڙ جي اوناڻي. دانهن- رڙ- ڪوڪ.

**ڦيڪ پوڻ:** گهتوروئڻ- روج ڪرڻ.

**ڦيڪاري:** ث. هڪ قسم جو جانور- لومڙي.

**ڦيڪاري لائڻ:** جند نه ڇڏڻ. وري وري چوڻ. خواري ڪرڻ.

**ڦيگٽو:** ذ. ڦولڙو- ليڏوٽو.

**ڦيلهي:** ث. نڪر جي نندي ڦات.

**ڦيلهيءَ مان ڪڍڻ:** پٽ مان ڪڍي ڇڏڻ- برادريءَ مان خارج ڪرڻ.

**ڦيلهيون ڦيرڻ:** نااُميد ٿيڻ- مايوس ٿيڻ- مطلب پورو نه ٿيڻ.

**ڦينٽو:** ذ. پڳ. دستار. رنگين ۽ ڊگهو پٽڪو (جيڪو عموماً سرد ر ٻڌندا هئا).

**ڦينگ:** ث. چنڊو- ڦهنگ.

**ڦينگهار:** ث. مينهن جي ڦڙڦڙ- ٻوند ٻوند.

**ڦينڻ:** ث. گجي- جهگ. وات مان نڪتل رطوبت- لعاب.

**ڦيناهي:** ث. ٻين پڪي.

**ڦيٺو:** ذ. دعا طور پڙهيل لفظ. ڇوڪارو (دعا جو).

**ڦيٺو پڙهڻ:** جهاڙو جهڻ. جادو ڪرڻ.

**ڦيٺو چنڊو:** ذ. دعا دوا. سانُ سُوڻ.

**ڦيٺي:** ث. گجي. لعاب.

**ڦيهه:** ث. چٿ- چيپ. مار- پيچ. ڏاڍي سيڪت.

**ڦيهه ڪڍڻ:** ڏاڍي چيپ ڏيڻ. سخت مار ڪُٽ ڪرڻ.

**ڦيهَڻُ:** م. چيبي اندر جو ڳپ ڪڍڻ. چٿڻ- چلهڻ. ڦيهه ڪڍڻ.



**ق:** ذ(ع) اُچار "قاف". سنڌي الف- بي جو ايڪيهون اکر. فارسي ۽ جو چوويهون ۽ عربي ۽ جو ايڪيهون اکر. ابجد موجب عدد (100).

**قابُ:** ذ(ع) مفاصلو- وِٿي- وِچوٽي. ڪمان جي ٻن ڇيڙن جي وچ وارو مفاصلو. (ترڪي) وڏي ٿالهي.

**قابُ قَوسَين:** ذ. ٻن ڪمانن جي وچ وارو مفاصلو.

**قابُ قُرآن:** ذ. چم ڪندي سوني يا چانديءَ جي دٻلي. جنهن ۾ قرآن شريف جو ننڍڙو نسخو بند ڪري تعويذ طور ٻڌجي.

**قابِض:** ص (ع) قبضو ڪندڙ. قبضي وارو- قبضيدار. دير هضم (ڪڏو)- قبض ڪندڙ.

**قابِلُ:** ص(ع) لائق- اهل- جوڳو. عالم- فاضل. تجربيڪار- ڏاهو.

**قابِل اعتبار:** ص. اعتبار جوڳو- ڀروسي جهڙو.

**قابِل اعتراض:** ص. اعتراض جوڳو. ناموزون. اڻ سهائيندڙ.

**قابِل تَسليم:** ص. مڃڻ جوڳو- قبول ڪرڻ جهڙو.

**قابِل تعريف:** ص. ساراهه جوڳو.

**قابل توجهه:** ص. ڌيان طلب.

**قابل ٿيڻ:** هوشيار ٿيڻ. لائق ٿيڻ.

**قابِل دِيد:** ص. ڏسڻ لائق. سُهڻو.

**قابِل ذڪر:** ص. چوڻ جهڙو. ٻڌائڻ جوڳو.

**قابِل سَماعت:** ص. ٻڌڻ جوڳو. عدالت ۾ شنوائيءَ جوڳو.

**قابِل غور:** ص. ڌيان ڏيڻ ۽ ويچارڻ لائق.

**قابِل قبول:** ص. تسليم ڪرڻ جهڙو- مڃڻ لائق.

**قابِل ڪَرڻ:** هوشيار ڪرڻ. تجربيڪار ڪرڻ. لائق ڪرڻ.

**قابِلي:** ث. قابليت. خوبي- خاصيت. ڪمائيت- ڇيم.

**قابِلِيَتَ:** ث(ع) لائقي. لياقت. ڏانءُ. هوشياري- ڏاهپَ.

**قابِليت ڏيکارڻ:** هوشياري ڏيکارڻ. هنرمندي ڏيکارڻ. فن ڏيکارڻ.

**قابُو:** ذ (ف) اختيار- وس. (ظ) سوگهو- مضبوط. هٿيڪو- ٻلائتو.

**قابُو ڪرڻ:** سوگهو ڪرڻ. قبضي ۾ ڪرڻ. پڪڙڻ- جهلڻ.

**قابيل:** (اسم خاص) (مذڪر) حضرت آدم جي پٽ جو نالو. جنهن پنهنجي ڀاءُ هابيل کي قتل ڪيو.

**قاتِلُ:** ص(ع) قتل ڪندڙ- خون ڪندڙ. ماريندڙ. معشوق.

**قادِرُ:** ص(ع) قدرت وارو. اختيار وارو- وس وارو. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

**قادر مُطلق:** ذ. هر ڪم ۾ قدرت رکندڙ- خدا تعاليٰ.

**قادِري:** ص. شيخ عبدالقادر جيلاني سان نسبت رکندڙ. (اسم خاص) تصوف ۾ هڪ سلسلي جو نالو- قادريه.

**قادَن:** اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو.

**قارُورو:** ذ(ع) پيشاب (حڪيمن جو اصطلاح).

**قارُونُ:** اسم خاص (ع) حضرت موسيٰ عليه السلام جو سؤٽ (جيڪو نهايت امير هو ۽ سندس خزاني جون ڪنجيون چاليهن اُٺن تي کڄنديون هيون).

**قارُون جو خزانو:** ذ. بي اندازو ناڻو- بيشمار خزانو.

**قارُوني:** ص. دنياگڏ ڪندڙ- ڪنجوس.

**قارِئِين:** ص(ع) "قاري" جو جمع.

**قارِي:** ص(ع) پڙهندڙ. قرات سان قرآن شريف پڙهندڙ.

**قازَ:** (ف) هڪ قسم جو آبي پکي- هنجهه.

**قاسِمِ:** ص(ع) ورهائيندڙ- ورڇ ڪندڙ. ماڻهوءَ جو نالو.

**قاسِمي:** اسم خاص. هڪ لقب يا ذات جو نالو.

**قاشَ:** ث(ترڪي) ڦارَ (ميوي جي).

**قاشِقُ:** ذ(ترڪي) چمچو. ڏوئي.

**قاصائي:** ذ(ع) گوشت پائيندڙ ۽ وڪڻندڙ.

**قاصدُ:** ذ(ع) ارادو ڪندڙ- قصد ڪندڙ. پيغام کڻي ويندڙ- نياپو نيندڙ- پانڌي. ايلچي.

**قاصدانو:** ص. قاصد جو- قاصد وارو. (ذ) قاصد کي ڏنل معاوضو.

**قاصداڻي ڪار:** ث. ڊڪ ڊوڙ.

**قاصِرُ:** ص. ڪوتاهي ڪندڙ. مجبور- لاچار.

**قاضِي:** ذ(ع) شريعت مطابق فيصلو ڪندڙ. منصف. نڪاح خوان.

**قاضِي الحاجات:** ذ. حاجت روائي ڪندڙ. خدا تعاليٰ.

**قاضِي القُضات:** ذ. وڏو قاضي- منصف اعليٰ.

**قاضِي مُفتي ٿيڻ:** ڏهه مڃڻ. حق يا ناحق سمجهڻ. خيال ڪرڻ.

**قاطِع:** ص(ع) وڍيندڙ- ڪاٽيندڙ.

**قاعِدو:** ذ (ع) اصول. قانون. دستور- رواج. ريت رسم. ڍنگ-

طرز- طريقو. ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ ابتدائي ڪتاب.

**قاعدو ٻڌڻ:** روزانو عادت ڪري ڇڏڻ- نيم ناهڻ.

**قاعدو ڪرڻ:** اصول تي هلڻ. اصول جي پابندي ڪرڻ.

**قاعديدانُ:** ص. قانون تي عمل ڪندڙ. قانون ڄاڻندڙ.

**قاعدي سان:** ظ. اصول سان. قانون سان. آداب سان- فضيلت سان. سلسليوار.

**قاعذو:** ذ(ع) گهوڙي کي ڏنل لغام جو هڪ نمونو.

**قاعذو ڏيڻ:** گهوڙي کي لغام چاڙهي بيهارڻ.

**قافُ:** ذ(ع) ڪوهه قاف جبل. جبل- پهاڙ.

**قافلو:** ذ(ع) مسافرن جي جماعت. سوداگرن جو ٽولو. ڪاروان- سات. اُٺن جي قطار.

**قافلو ڪَٽڻ:** سختيون سهڻ- سفر جا ڏاڪڙا ڏسڻ. ڪشالا ڪڍڻ.

**قافِي:** ث. قافيي تي ٻڌل ڪلام- ڪافي.

**قافيو:** ذ(ع) ٻن يا وڌيڪ شعرن ۾ آيل پڇاڙيءَ وارو لفظ (قافين جون حرڪتون ۽ اُچار ساڳيا هوندا آهن).

**قافيو ملائڻ:** ٺڪبندي ڪرڻ. سنگت ڳنڍڻ.

**قاقُم:** ث. نهايت نرم ۽ اڇن ٻڄن وارو هڪ جانور (جنهن جي کل مان پوستين ٺهي).

**قالُ:** ذ(ع) جملو. گفتو- متولو. ڳالهه. زباني پچار ('حال' جو ضد).

**قالَ مَقال:** ث. ڳالهه ٻولهه- گفتگو. حجت- تڪرار. بحث مباحثو.

**قالبُ:** ذ(ع.) سانچو- ڪارب. جسم- بدن.

**قالب بَدلڻ:** ٻيو جسم اختيار ڪرڻ. مرڻ کان پوءِ روح جو انساني جسم مان نڪري عالم ارواح ۾ وڃڻ.

**قالب مان ڪڍڻ:** هڪجهڙيون شيون تيار ڪرڻ.

**قالُو بَلىٰ:** (ع) چيائون ته ها. الستي اقرار.

**قالينُ:** ذ(ترڪي) اُن مان نهيل وڏو رنگين غاليچو.

**قامَتَ:** ث(ع) بيهڪ. هاني- جسم.

**قامُوس:** ذ(ع) سمنڊ- بحر.

**قانعُ:** ص(ع) قناعت ڪندڙ- ٿوري تي صبر ڪندڙ. سنڌ جي مؤرخ مير علي شير ٺٽوي جو تخلص.

**قانُونُ:** ذ(ع) قاعدو- دستور. آئينُ.

**قانُوناً:** ظ. قانون موجب- قانوني طور.

**قانُوندانُ:** ص. قانون جو ڄاڻو. وڪيل.

**قانونداني:** ث. قانون جي ڄاڻ.

**قانُونگو:** ص. قانون جي تشريح ڪندڙ.

**قانُوني:** ص. قانون جو- قانون مطابق. اصول پٺاندر. حقي- جائز.

**قائدُ:** ذ(ع) فوج جو اڳواڻ- سپهه سالار. اڳواڻ.

**قائد اعظم:** ص. وڏو اڳواڻ- وڏو رهبر (قوم جو). پاڪستان جي باني محمد علي جناح جو لقب.

**قائزو:** ذ(ع) گهوڙي کي ٻڌڻ جو هڪ طريقو (جنهن ۾ لغام کي ٻج پازين ۾ لڳائجي)- قائدو.

**قائزو ڪرڻ:** گهوڙي کي ٻوٿاڙو چاڙهڻ.

**قائلُ:** ص(ع) مڃيندڙ- تسليم ڪندڙ.

**قائل ٿيڻ:** اعتراف ڪرڻ. تسليم ڪرڻ.

**قائل ڪرڻ:** لاجواب ڪرڻ. مڃائڻ- تسليم ڪرائڻ.

**قائمُ:** ص(ع) بيٺل. برقرار. اُڀو- عمودي. مقرر. پڪو. ڪٽل. محڪم.

**قائم الليل:** ص. هميشه رات جو جاڳندڙ- تهجد گذار.

**قائم بالذات:** ص. اها شيءِ جيڪا خود قائم ۽ برقرار هجي- پنهنجي وجود ۾ محڪم.

**قائم دائم:** ص. هميشه برقرار ۽ محڪم.

**قائم رکڻ:** بيهارڻ. کڙو ڪرڻ. بنياد وجهڻ.

**قائم رهڻ:** بيهڻ. برقرار رهڻ. ثابت قدم رهڻ.

**قائم ڪرڻ:** کڙو ڪرڻ. بنياد وجهڻ. ناهڻ- بنائڻ.

**قائم مَقام:** ص. ٻئي جي بدران ڪم ڪندڙ- عيوضي.

**قائمي:** ث. بيهڪ- ايستادگي. ٽڪاءُ- قرار. پائداري- استقامت. پختني.

**قَبا:** ث(ع) جبو (بنا ٻانهن جي).

**قَباحَت:** ث(ع) خرابي- برائي. نقص- عيب.

**قَبالـه:** ذ(ع) دستاويز (جائداد جو). ڪابارو (واپار جو).

**قَبائل:** ذ(ع) "قَبيلو" جو جمع.

**قَبائلي:** ص. پاڪستان ۾ صوبي سرحد جي قبائلي زمين جو رهاڪو.

**قُبح خانو:** ذ. بڇڙائيءَ جو اڏو. چڪلو- قحبه خانو.

**قَبَرُ:** ث(ع) گور- لوڙهه- مدفن- تربت.

**قَبر تي قَبر اڏڻ:** قرض مٿان قرض کڻڻ.

**قَبر ڪَنڌيءَ تي هئڻ:** مرڻ کي ويجهو هئڻ.

**قَبر ڪني نـه ڪرڻ:** فوتيءَ جو قرض لاهڻ.

**قَبر کان هٿ ٻاهر نڪرڻ:** مرڻ کان پوءِ ڳلا ٿيڻ.

**قَبر کوٽي ڪڍي اچڻ:** ڪٿان ٻـ پيدا ڪري وٺي اچڻ.

**قبر مان اُٿي اچڻ:** سخت بيماريءَ کان شفا پائڻ.

**قَبر ۾ پير لٽڪائي ويهڻ:** مرڻ جي ويجهو اچڻ. پير سن ٿيڻ.

**قَبرستانُ:** ذ.مقام-گورستان.

**قَبض:** ذ(ع) وَس- قابو. قبضي. قبوليت جو دستاويز.

**قبض ڪرڻ:** پڪڙڻ- جهلڻ. سوگهو جهلڻ.

**قَبض ڪُشا:** ص. قبضي ٽوڙيندڙ- مُسهل.

**قَبضو:** ذ (ع) دخل- تصرف. وس- قابو- اختيار. مُنيو (ترار جو)-هٿيو.

**قَبضو ڪرڻ:** زوري پنهنجي حوالي ڪرڻ.

**قَبضيدارُ:** ص. جنهن وٽ ڪنهن شيء، جائداد وغيره جو قبضو هجي.- جنهن جو قبضو هجي.

**قَبضيداري:** ث. مالڪاڻا حق- مالڪي.

**قبضي ۾ رهڻ:** قابو ۾ رهڻ. چئي ۾ رهڻ.

**قَبضي:** ث (ع) پيٽ جي هڪ بيماري- بدهضميءَ سبب پاخاني جو بَنجَھ.

**قَبلُ:** ظ (ع) پهرين- اڳيان- پيشتر- اول.

**قَبل از وقت:** ظ. وقت کان اڳي.

**قبلو:** ذ (ع) ڪعبو. ڪعبة الله وارو طرف. تعظيم جوڳو ماڻهو.

**قبلہ عالَم:** ذ. عزت جو هڪ لقب.

**قبلہ گاھ:** ذ. پيءُ- والد. مرشد.

**قبلہ نُما:** ذ. قطب نما (طرف ڏيکاريندڙ اوزار).

**قَبو:** ذ. پيرت جو هڪ قسم.

**قُبو:** ذ(ع: قُبہ) ڇت وارو گنبذ.

**قُبو اَڏائڻ:** يادگيري قائم ڪرڻ.

**قُبو اَڏائي ويهڻ:** سدائين جيئرو رهڻ.

**قُبور:** ث (ع) قبرون.

**قَبُول:** ذ (ع) تسليم- مڃتا. رضامندي. منظوري. اقرار.

**قَبُول صُورتَ:** ص. خوبصورت- حسين.

**قبول ڪرڻ:** مڃڻ- تسليم ڪرڻ.

**قَبولڻُ:** م. مڃڻ. اقرار ڪرڻ. تسليم ڪرڻ. منظور ڪرڻ.

**قَبُولي:** ث. هاري يا ڪري لاءِ مقرر ٿيل سرڪاري زمين.

**قَبُوليَت:** ث (ع) منظوري. اقرار- هائو ڪار.

**قُبي:** ث. ننڍو قبو- ننڍو گنبذ.

**قَبيحَ:** ص (ع) بدشڪل- بڇڙو. اڻ وڻندڙ (صورت). بدنما. خراب. بد- ڪنو. نفرت جهڙو.

**قَبيل:** ذ (ع) ٽولو- گروھ. قسم- نوع. قبيلو.

**قَبيلدار:** ص. ڪٽنب وارو- گهربارو وارو.

**قَبيلو:** ذ (ع) خاندان- گهراڻو. هڪڙي ئي ڏاڏي جو اولاد. قوم. ڪٽنب- عيال.

**قتالُ:** ذ (ع) قتل عام- خونريزي. لڙائي- جنگ. (ص) گهڻا قتل ڪندڙ.

**قتالہ:** ص. گهڻا قتل ڪندڙ (عورت).

**قَتَلُ:** ذ (ع: قَتل) خون- گهات.

**قَتلامُ:** ذ. قتل عام- ڪوسُ- مارو.

**قَتل عامُ:** ذ. قتلام- ڪوسُ- خونريزي.

**قَتل عَمَد:** ذ. ارادي سان مارڻ.

**قتل و غارَت:** ث. مارڻ ۽ ڦرڻ. خون خرابو.

**قتل ڪرڻ:** ڪهڻ- مارڻ- خون ڪرڻ.

**قَتل گاھُ:** ذ. ڪوس گهر- مقتل.

**قَتيل:** ص (ع) قتل ٿيل- ڪُٺل. شهيد.

**قَحبہ:** ث (ع) بدڪار عورت- فاحشہ. رَنڊي.

**قحبہ خانہ:** ذ. چڪلو.

**قَحطُ:** ذ (ع) ڏڪار- ڪالُ. اَٽاڻ- قلت.

**قَحطُ الرجال:** ذ. مردن جي اٽاڻ. جاٺو ماڻهن جي کوٽ.

**قحط زده:** ص. ڏڪار جو ماريل- ڏڪاري. ڪنگال.

**قَحط سالي:** ث. ڏڪار جو زمانو.

**قَدُ:** ذ (ع) جسم جي بيهڪ- قامت- ڪاٺي.

**قَداوَرُ:** ص. ڊگهي قد وارو- ڊگهو.

**قَد بُت:** ث. بدن جي بيهڪ- هڏ ڪاٺ.

**قَد ڏسي ڪپڙو ڪَٽڻ:** هوند سارو هلڻ.

**قَدُ ڪرڻ:** ڊگهو ٿيڻ. وڏو ٿيڻ. آڪڙجڻ.

**قد و قامَتَ:** ث. قد ڪاٺي.

**قَدُ:** ذ (ع) هوڏ- بحث- تڪرار.

**قَدُ بڌڻ:** هوڏ ڪرڻ- اجايو بحث ڪرڻ.

**قَدام:** ذ (ع) بادشاھ. سردار. بزرگ.

**قُدام:** ص (ع) ڪُهنو- ديرينہ. اڳئين.

**قَدامَتَ:** ث (ع) جهونائي- پراڻائي. اڳ ٿيو وقت.

**قَدامَت پَسند:** ص. قديم رسمن رواجن جو پوئلڳ. وهمي.

**قَدَحُ:** ذ (ع) وڏو پيالو. پيالو.

**قَدح:** ث (ع) شاعريءَ ۾ عيب ڪڍڻ- هجو- مدح جو ضد.

**قَدُرُ:** ذ (ع) وڏائي- بزرگي- برتري. عزت. درجو- مرتبو. انداز- مقدار. مُلھ- ڳڻ. لحاظ. تقدير.

**قَدردانُ:** ص.قدر سڃاڻندڙ.مانُ مرتبو سڃاڻندڙ.پارکو.

**قدرداني:** ث.مرتبو سڃاڻڻ.مُلھ سڃاڻڻ.

**قدر سارُو:** ظ.سراسري.رواجي.معتدل.

**قدر شُناس:** ص.قدردان-قدرسڃاڻندڙ.

**قدرشناسي:** ث.قدرداني.

**قدر ڪرڻ:** مانُ سڃاڻڻ.عزت ڏيڻ.

**قدر و قيمت:** ث.مانُ مرتبو.مانُ شانُ.

**قدرو منزلت:** ث.بزرگي-وڏائي.عزت-مرتبو.

**قَدري:** ظ.ٿورو.ڪجھ.گھرج سارو.

**قُدرَتَ:** ث.(ع) خدا تعاليٰ جي صفت، طاقت يا شان. طاقت-قوت-زور.وس-اختيار.توفيق.دنيا-جھان-جڳت.فطرت.

**قُدرت جو ڪارخانو:** ذ.دنيا-جھان.مخلوق-خلقت.

**قُدرت جو ڪرشمو:** ذ.عقل کان مٿاهين ڳالھ يا شيءِ (جيڪا قدرت طرفان هجي).

**قُدرَتي:** ص.قدرت جو.اصلي.تخليقي.فطري.

**قُدس، قُدسي:** ص(ع) پاڪ-متدس.

**قَدغَن:** ث(ترڪي) حڪم-تاڪيد.روڪ-جھل-منع.

**قَدَمُ:** ذ(ع) هلڻ ۾ هڪ پير کان ٻئي پير جي وچ وارو مناصلو-وِک. پيرُ.گھوڙي جي هڪ هلتي.

**قدم اُکڙڻ:** شڪست کائڻ-ڀاڄ کائڻ.

**قدم بوسي:** ث.پير چمڻ.

**قدم بقدم:** ظ.آهستي آهستي-ڏاڪي بہ ڏاڪي.

**قَدم بوسي:** ث.پير چُمڻ.تمام گھڻي عزت ڏيڻ.

**قَدم بقَدَم هلڻ:** پيروي ڪرڻ-تقليد ڪرڻ-نقش قدم تي هلڻ.

**قدم جمڻ:** پير کپڻ.مضبوطيءَ سان بيهڻ.ثابت قدم ٿيڻ.

**قَدمُ چُمڻ:** پيرين پوڻ.آڌر ڀاءُ ڪرڻ.

**قدم رکڻ:** پير رکڻ.دخل ڏيڻ.

**قدم رنج فرمائڻ:** مهرباني ڪري اچڻ-تشريف فرما ٿيڻ.

**قدم ڪٽڻ:** وک وڌائڻ.پير کڻڻ.رستو رکڻ-تعلقات قائم ڪرڻ.

**قدم ڳرو ٿيڻ:** ڪنهن شخص جي نحوست جو ٻئي تي اثر پوڻ.

**قدم ملائڻ:** پير ملائڻ.ساٿ ڏيڻ.

**قدم وڌائڻ:** وک وڌائڻ.تيز هلڻ.اڳيان ٿيڻ.حد کان وڌڻ.مداخلت ڪرڻ.اڳرائي ڪرڻ.

**قَدم هلڻ:** پنڌ ڪرڻ.وکون کڻڻ.ٽور هلڻ (گھوڙي جو).

**قُدَما:** ذ(ع) قديم جو جمع.پراڻا ماڻهو.

**قَدَمَد:** ذ.حد حساب-ڪاٿو-اندازو.

**قَدوري:** ث.شريعت جو هڪ مشهور ڪتاب (حنفي فقھ سان تعلق رکندڙ، جنهن جو مصنف عبدالحسين بن محمد القدوري بغدادي (وفات468ع)هو).

**قُدُوس:** ص(ع) پاڪ-سگهارو.(ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

**قَدِيرُ:** ص(ع) قدرت وارو-مبارڪ-سگهورو.(ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

**قَدِيمُ:** ص(ع) اڳين زماني جو.اڳاٽو.ڪُهنو-جھونو.(ذ) ذاتِ تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**قَديمي:** ص.هميشہ جو.پراڻو.جھونو.

**قَرابَتَ:** ث.(ع) ويجھائي.قربت.رشتيداري.ويجھي عزازت.

**قَرابَتي:** ص.ويجھو لاڳاپي وارو-مائٽ-عزيز.

**قَرابو:** ذ.شراب لاءِ وڏي شيشي جي بوتل.

**قَرابِين:** ث(ترڪي) ننڍي بندوق.

**قِرآت، قرئَت:** ث(ع) قرآن شريف کي دِرست لهجي ۾ پڙهڻ-علم تجويد.

**قَرارُ:** ذ(ع) اقرار-واعدو.قيام-ترسڻ-ٽِڪاءُ.آرام-صبر-سُک-چَين.

**قرار اچڻ:** آرام اچڻ.هڪ هنڌ بيهڻ.صبر اچڻ.

**قَرارجَڻ:** ٽانيڪو ٿيڻ.سُکيو ٿيڻ.

**قرار ڏيڻ:** اقرار ڪرڻ-انجام ڏيڻ-واعدو ڪرڻ.

**قرار ڪرڻ:** آرام ڪرڻ.دلجمعيءَ سان قضا حاجت کان فارغ ٿيڻ.

**قرار وٺڻ:** حمل جو قائم ٿيڻ-حمل بيهڻ.

**قَرارداد:** ث(ف) انجام-واعدو.تجويز-نهراءُ.

**قَرار مَدار:** ذ.قول اقرار-عهد پيمان-وچن واعدو.

**قَرارو:** ظ.سُک سان-فرحت ۾.(ص) سگهارو-زور ڀريو.پڪو.ثابت قدم.

**قَرارَڻ:** م.آرامي ٿيڻ.قرار جَڻ.

**قَراري:** ث.فرحت-آرام.سهولت.چُپ-خاموشي.

**قِرانُ:** ذ(ع) علم نجوم ۾ ٻن سيارن (گرهن) جو هڪ برج ۾ جمع ٿيڻ.

**قِرانُ السعدَين:** ذ.ٻن نيڪ سيارن جو هڪ برج ۾ گڏ ٿيڻ.

**قُرانُ، قُرآنُ:** ذ(ع. قَراءَ= پڙهڻ) مسلمانن جو مذهبي مقدس ڪتاب-ڪلام الله (جنهن ۾ 114 سورتون، 6666 آيتون، 540 رڪوع آهن).

**قُرآن بخشائڻ:** قرآن پاڪ پڙهي ان جو ثواب فوتي ٿيءَ کي بخشڻ.

**قرآن تي هٿ رکڻ:** قرآن شريف تي هٿ رکي واعدو ڪرڻ.

**قُرآن خواني:** ث. قرآن پڙهڻ- قرآن جي تلاوت. مُئل جي روح کي ثواب بخشڻ لاءِ قرآن پڙهڻ.

**قرآن ڏيڻ:** قرآن شريف جو قسم ڏيڻ- واسطو وجهڻ.

**قُرآن کڻڻ:** قرآن جو قسم کڻڻ.

**قُراني:** ص. قرآن وارو- قرآن جو. قرآن شريف جا ڪُوڙا قسم کڻندڙ. دولابي.

**قَرائن:** ذ(ع) "قَرِينه" جو جمع.

**قُربُ:** ذ(ع) ويجهائي- اوڏائي. محبت- نينهن.

**قُربائتو:** ص. قرب ڪندڙ- قرب وارو- محبتي.

**قُربدارُ:** ص. قربائتو- محبتي.

**قُرب ڪاري:** ث. اثرائتي محبت. قربداري.

**قُرب کپڻ:** ناتو ٽوڙڻ. ياري ڇنڻ.

**قُرب ڪرڻ:** پيار ڪرڻ. دوستي رکڻ. احسان ڪرڻ.

**قُربن پريو:** ص. قُربائتو- قُربدار.

**قُرب وَند:** ص. قربائتو. محبوب- پيارو.

**قُربانُ:** ص(ع) صدقو- گهور. فدا- نثار- ٻلهار.

**قربان ٿيڻ:** صدقو ٿيڻ- گهور وڃڻ.

**قربان ڪرڻ:** ٻَلِ چاڙهڻ. ڪُهڻ. صدقو ڪرڻ.

**قربان گاه:** ث. ٻلِ چاڙهڻ جي جاءِ- مقتل.

**قُرباني:** ث(ع) صدقو. عيدالضحيٰ تي خدا جي نالي تي جانور ذبح ڪرڻ.

**قرباني ڪرڻ:** خدا جي راهه ۾ حلال جانور کي ڪُهڻ. صدقو ڪرڻ.

**قُربَتَ:** ث(ع) ويجهائي. محبت. عزازت.

**قُربڻ:** م. قرب ڪرڻ- قرب ۾ قابو رکڻ. نوازڻ.

**قُرب و جَوار:** ذ(ع) ويجهي ڇڪ- آسپاس.

**قُرة العَين:** ث(ع. قُرت= خوشي. فرحت) اکين جو ٺار. (مجازاً) اولاد.

**قُرصُ:** ذ(ع) ٽڪي (دوا جي). گولو (سج يا چنڊ جو)- ڪَره. چَڪي (صابڻ جي). چورس ٽڪرن واري مٺائي.

**قَرضُ:** ذ(ع) اوڌر- لهتو.

**قَرض پکو:** ذ. ڏيتي ليتي- اوڌر سوڌو.

**قرض حَسَنَه:** ذ. بنا وياج ۽ بنا شرط جي اوڌر.

**قرض خواه:** ص. لهڻيدار.

**قرضدارُ:** ص. جنهن قرض ورتو هجي- مقروض.

**قَرضداري:** ث. اوڌر- کٽت. احسانمندي.

**قرض کڻڻ:** اُڌار ونڻ (رقم).

**قرض کٽي ڪنگڻ پائڻ:** وِت کان ٻاهر هلڻ.

**قرض مرض هئڻ:** قرض مان تمام گهڻو نقصان هجڻ.

**قرض ۾ ٻُڏڻ:** تمام گهڻو قرض کڻڻ.

**قَرض ۾ وَهڻ:** بنا معاوضي ڪم ڪرڻ- بيگر وهڻ. مٺا چرو ڪم ڪرڻ.

**قَرضي:** ص. جنهن جو قرض هجي- لهڻيدار.

**قرضي ڪرڻ:** احسانمند ڪرڻ.

**قِرطاسُ:** ذ(ع) ڪاغذ- پنو- ڪاڳر.

**قِرطاس ابيض:** ذ. سفيد ڪاغذ. ٻڌرنامو- اڇو پنو.

**قُرعه:** ذ(ع) ڇَڪو- پڙن. پکو- ڪٿو.

**قُرعه اندازي:** ث. پکو وجهڻ.

**قَرقُل:** ذ. قرنڦل.

**قرمچي، قِرمزي:** ث(ع: قرمز) رنگ جو هڪ قسم (وکر).

**قُرمساقُ:** ذ(ع) پڙوو- دَلو. ڪميڻو.

**قَرَنُ:** ذ(ع) زمانو- وقت. ڊگهو زمانو- جُڳ. سڱ (جانور جو).

**قَرناءِ:** ث. ڪنهن جانور جو ڊگهو سڱ (جيڪو ڦوڪ سان وڄائڻ جي ڪم اچي). سڱ جي نموني ڌاتوءَ مان ٺهيل ٽوتارو.

**قَرنايو:** ص. قرناءِ وڄائيندڙ.

**قَرنَفُل:** ذ (ع: قرنفل) لونگ (وکر). عرق ڇڪائڻ لاءِ هڪ قسم جو ٿانءُ.

**قَرنو:** ذ. گُل جو هڪ قسم.

**قَرِيبُ:** ص (ع) ويجهو- نزديڪ- اوڏو. پرسان. مائٽ- عزيز. سڄڻ- دوست.

**قَرِيباً:** ظ. اندازاً- اٽڪل روءِ.

**قريب الاختتام:** ظ. پوري ٿيڻ جي ويجهو.

**قريب المرگ:** ظ. مرڻ جي ويجهو.

**قَرِيبائتو:** ص. مائٽ جو- سڳو.

**قريب قريب:** ظ. ويجهو. لڳ ڀڳ- ذري گهٽ.

**قَرِيبي:** ظ. ويجهو- اوڏڙو.

**قُرَيشَ:** اسم خاص (ع) عربستان جو اهو قبيلو (بنو هاشم) جنهن مان نبي سڳورو هو.

**قُريشي:** ص. قريش قبيلي جو. هڪ ذات جو نالو.

**قَرِين قِياس:** ص. عقل جي ويجهو- اهڙي ڳالهه جهن کي عقل قبول ڪري.

قَرِينو: ذ(ع:قرينہ)اندازو- تخمينو.ترتيب- سليقو.ڍنگ.

قَرِيني بَڌو: ص.ضابطي ۾ رکيل- باقاعدي.

قَرِيہ: ذ(ع)ڳوٺ-واهڻ.

قَزاقُ: ذ(ترڪي)رهزن.ڌاڙيل.

قَزاقِ اَجل: ملڪالموت.

قَزاقي: ث.ڌاڙو.ڦرلٽ.

قَزاقي پوڻ: ڦرلٽ ٿيڻ.الزام اچڻ.

قَزِلباش: ذ.ڳاڙهي مٿي وارو مغل سپاهي- شاه اسماعيل رضويءَ جي فوج جو سپاهي.

قَساوَت: ث(ع)بيرحمي- سنگدلي.

قَسط: ذ.(ع)بيداد- ظلم- انڌير.ڪاوڙ- جوش.ڄلھ- حملو.

قِسطُ: ث(ع)قرض جو حصو(جيڪو مقرر وقت تي ادا ڪجي).

قِسط بَندي: ث.قسطن ڀرڻ جي مقرر ڪي تاريخ.

قِسطوار: ص.هڪ هڪ قسط ڪري.

قَسَمُ: ذ(ع)سُنهن- سوڳند- حلف.

قَسماقسمي: ث.سُنهن ساک.

قَسم ٽوڙڻ: عهد شڪني ڪرڻ- انجام ڀڃڻ.

قَسم ڏيڻ: سُنهن ڏيڻ- حلف ڪرائڻ.

قَسم ڪڻڻ: حلف کڻڻ.اقرار ڪرڻ.

قَسم نامو: ذ.ساک تي لکيل بيان.

قَسميہ: ظ.قسم سان- حلفيہ.

قِسمُ: ذ(ع)نوع- نمونو- جنس.

قِسمين قِسمين: ظ.طرحين طرحين- ڀانت ڀانت.

قِسمَتَ: ث(ع)نصيب- ڀاڳ- تقدير- لِکيو.طالع- بخت.

قِسمَت آزمائڻ: ڀاڳ آزمائڻ.شرط بَڌڻ.

قِسمَت آزمائي: ث.نصيب جي آزمائش.ڪوشش.

قِسمت جو ڦيرو: ذ.تقدير جو چڪر.بدبختي.

قِسمت جي مُهار ڇِڪجڻ: مسافريءَ لاءِ ڇڪ ٿيڻ- داڻي پاڻيءَ جي ڪشش ٿيڻ.

قِسمَت سان: ظ.اتفاق سان- اوچتو.

قِسمت کُلڻ: ڀاڳ ورڻ- نصيب جاڳڻ.

قِسمت ۾ ڪانه هئڻ: نصيب جي گهٽتائي هئڻ.

قِسمت وارو: ص.خوش نصيب- ڀاڳوارو- بختاور.

قَشقو: ذ(ف)تِلڪ- ٽِڪو(هندو نراڙ تي لڳائين).

قَصابُ: ذ(ع)قصائي.

قِصاصُ: ذ(ع)بدلو- انتقام.خون جو عيوض.مسلمانن جي قانون موجب اک جي بدران اک؛ جان جي عيوض جان جو فيصلو.

قَصبات: ذ(ع)"قصبہ" جو جمع- ڳوٺَ.

قَصبو: ذ.(ع:قصبہ)ننڍو شهر.وڏو ڳوٺ.ڳوٺ- واهڻ.

قَصَدُ: ذ(ع:قَصدُ)ارادو.پڪو ارادو.نيت.

قصداً: ظ.ارادي سان- هاسيڪار.

قصد ڪرڻ: ارادو ڪرڻ- رٿ رٿڻ.

قَصرُ: ذ(ع.قَصرُ)محل.قلعو- ڪوٽ.سفر ۾ پڙهيل ٻن رڪعتن جي ننڍي نماز.

قَصص: ذ(ع)"قِصہ" جو جمع- قصا- ڪهاڻيون.

قصو: ذ(ع:قصہ)ڪهاڻي-ڳالھ- حڪايت.بيان.داستان.

قصا ڪُٽڻ: بي مقصد ڳالهيون ڪرڻ.ڪچهريون ڪرڻ.

قصہ خوان: ص.داستان گو-ڳالهير.

قصہ خواني: ث.داستان گوئي.

قصو ڪوتاه: ظ.آخر ڪار- نيٺ.حاصل ڪلام.

قصہ گو: ص.داستان گو-ڳالهيون ڪندڙ.

قصہ گوئي: ث.داستان گوئي.

قصو وڌائڻ: ڳالھ کي اينگهائڻ.معاملو وڌائڻ.تڪرار وڌائڻ.

قُصورُ: ذ(ع)خطا- ڏوھ.ڪوتاهي.

قُصور وار: ص.ڏوهي-گنهگار.

قَصيدو: ذ(ع)ڪنهن جي تعريف ۾ چيل شعر.

قَضَا: ث(ع)خدا جو حڪم.قسمت- نصيب.موت- اجل. انصاف- نياءُ- عدالت.نماز جو ويل وقت.

قَضا ٿيڻ: مري وڃڻ- فوت ٿيڻ.ناغو پوڻ.ضايع ٿيڻ.

قَضا جو فرشتو: ذ.ملڪالموت- عزرائيل.

قَضا قَدر: ذ.احڪام الاهي.

قَضا قَضا نہ ٿيڻ: لکيو نہ ٽرڻ.

قضا ڪرڻ: نماز جو وقت ٽري وڃڻ کان پوءِ نماز ادا ڪرڻ.عدالت ڪرڻ- شرعي فيصلو ڏيڻ.

قَضائي: ظ.اتفاق سان.اوچتو.ڪڏهن- بعضي.

قُضات: ذ(ع)"قاضي" جو جمع.

قَضيو: ذ(ع)موت- مرتو.حادثو- واقعو.تڪرار- معاملو.فيصلو.

قَضيو ٿيڻ: موت ٿيڻ- انتقال ٿيڻ.معاملو ٿيڻ.

قَطُ: ذ(ع)ڪاني جي قلم جي نوڪ کي ڀاسيرو وڍ.

**قَط زَن:** ذ. ڪاٽ يا لوھ جو ٽڪر. جنهن تي قلم رکي قط وجهجي.

**قَط وجهڻ:** قلم جي چهنب وڍڻ. ٻڌرو ڪرڻ. جا چي ڇڏڻ.

**قَطارَ:** ث(ع) هڪٻئي پٺيان سلسلو- لڙي. لانڍ. ترتيب.

**قَطار ٻَڌڻ:** صف ٻڌڻ- لانڍ ڪرڻ.

**قَطار ۾ هئڻ:** سلسلي ۾ هئڻ. هڪجهڙو هئڻ.

**قطارجَڻُ:** م. هڪٻئي پويان بيهڻ. قطار ۾ شامل ٿيڻ.

**قطارڻُ:** م. قطار ۾ بيهارڻ- لانڍ ڪرڻ.

**قُطُبُ:** ذ(ع) جاگرافي موجب ڌرتيءَ جي انتهائي اُتر ۽ ڏکڻ وارو خطو (جنهن جي وچ مان محور واري خيالي ليڪ گذري). اُتر طرف آسمان ۾ نظر ايندڙ تارو. اهو درويش ولي جنهن تي دنيا جي انتظام جو مدار رهجي.

**قطب تارو:** ذ. اُتر قطب مٿان نظر ايندڙ تارو- ڌرو تارو.

**قطب جنُوبي:** ذ. ڏکڻ قطب.

**قُطب شُمالي:** ذ. اُتر قطب.

**قُطب نُما:** ذ. مقناطيسي سئيءَ وارو هڪ اوزار (جنهن جو هڪ پاسو هميشه اُتر طرف هوندو آهي).

**قُطبي:** ص. قطب جو- قطب وارو. مقناطيسي. هڪٻئي جي مخالف.

**قَطرُ:** ذ. ذرڙا ذرڙا. ٿهن گذيل داتا.

**قَطر چُنڻ:** ڪنوڪاڌو ڪائڻ. بدپيشو اختيار ڪرڻ.

**قَطُرُ:** ذ(ع: قطره) گول ڪي ٻن اڌن ۾ ورهائيندڙ وچ واري ليڪ.

**قَطرو:** ذ(ع: قطره) ڦڙو- ٽيپو- ٻُوندَ.

**قَطرو قَطرو:** ذ. ٽيپو ٽيپو. ٿورو ٿورو.

**قَطع:** ث(ع) نمونو- ڍنگ. شڪل- صورت. ڪٽ- وڍڻ. ٽڪر.

**قطع بُريد:** ث. وڍڪ- ڪاٽ ڪوٽ.

**قطع تعلَقُ:** ذ. لاڳاپن جو خاتمو. جدائي. غيرواسطيداري.

**قطع دائرو:** ذ. گولي جو حصو- گول جو ڀاڱو.

**قَطع ڪرڻ:** ڇڏڻ (لاڳاپو). وڍڻ. جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ.

**قطع ڪلام (ڪلامي):** ذ. ڳالھ ڪٽڻ- هلندڙ ڳالھ جي وچ ۾ رنڊڪ.

**قطع نظر:** ذ. ان ڪان سواءِ. باوجود نهيءَ جي.

**قَطعاً:** ظ(ع) هرگز- بالڪل- ماڳهين.

**قطعات:** ذ(ع) "قطعہ" جو جمع.

**قِطعو:** ذ(ع: قطعہ) ساڳئي مضمون ۽ قافين وارا ٻه شعر (شاعريءَ جي هڪ صنف). ٽڪرو- حصو (زمين جو).

**قَطعي:** ص. آخري. مڪمل. يقيني.

**قَطيفو:** ذ(ع) هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو.

**قَطِيفائي:** ص. مخملي- اطلسي- ريشمي.

**قَعدو:** ذ. نماز ۾ ويهڻ.

**قَعود:** ذ. هيٺ ويهڪ- ٻينڪ.

**قَعَرُ:** ذ(ع) کوھ يا درياءَ جي اُونهائي. اوڙاھ. وڏي کڏ.

**قَفَسُ:** ذ(ع) پڃرو (پکين جو). آکيرو.

**قَفسِ عَنصري:** خاڪي جسم- روح جو پڃرو.

**قُفُلُ:** ذ(ع) ڪلف- تالو.

**قُفل هڻڻ:** تالو هڻڻ. بند ڪرڻ- قابو ڪرڻ. سانڍي رکڻ.

**قُقنَس:** ذ (يوناني) هڪ نهايت سهڻو ۽ راڳيندڙ پکي (جنهن جي چهنب ۾ 360 سوراخ آهن).

**قُلُ:** ذ (ع) "قل هو الله احد" جو مخفف. قرآن شريف جي سورت اخلاص. فاتحه.

**قُلَ پڙهڻ:** فاتحه پڙهڻ. خاتمي جي دعا پڙهڻ.

**قَلابازي:** ث. ڏسو "ڪلابازي".

**قُلابو:** ذ(ع) زنجير جي ڪڙي- ڪنڊو.

**قُلابا ملائڻ:** ڳنڍ ٽوپ ڪرڻ. وڏاءُ ڪرڻ- مبالغو ڪرڻ.

**قَلاتَ:** اسم خاص. بلوچستان جو هڪ شهر ۽ خطو.

**قَلاش:** ص(ترڪي) غريب- مفلس. ڪنگال- ڪُنل.

**قَلبُ:** ذ (ع) دل. هِيوں- مَنُ. ڪنهن به شيءِ جو وچ وارو اندريون حصو.

**قَلب تان ڪَٽ لهڻ:** اندر اُجرو ٿيڻ- دل صاف ٿيڻ. حقيقت حاصل ٿيڻ.

**قَلب ۾ ڪَچ ڪُڏڻ:** ڪوڙسان دل هئڻ.

**قَلبي:** ص. قلب جو- دلي. دل وارو.

**قَلبي ماهيت:** ث. دل جي ڪيفيت.

**قلتَ:** ث(ع) ڪمي- ڪوٽ- اڻاٺ.

**قُلزُم:** ذ(ع) سمنڊ. ڳاڙهو سمنڊ.

**قَلع:** ذ(ع) پٽڻ- ڊاهڻ.

**قَلع قَمع:** ذ. پٽ ڊاھ. اٿل پٿل.

**قلعو:** ذ(ع) فوج جي رهڻ جي جاءِ. جنهن جي چوڌاري ڪوٽ آيل هجي. ڪوٽ- ڳڙھ- عالم پناھ.

**قلعو فتح ڪرڻ:** ڪو مشڪل ڪم سرانجام ڏيڻ. وڏو ڪارنامو ڪرڻ.

**قلعو قبول ڪرڻ:** جنگ قبولڻ ۽ پيش نه پوڻ.

**قلعيدارُ:** ص.قلعي جو محافظ عملدار- ڪوتوال.

**قَلعي:** ث(ع) ڌاتوءَ جو هڪ قسم- راڱو.

**قَلعي ڪرڻ:** ٿانون کي راڱو ڏيڻ. ڪَس لاهڻ.

**قَلعي کُلڻ:** راز ظاهر ٿيڻ. اصليت پڌري ٿيڻ.

**قَلعي کولي ڇڏڻ:** ڪنهن جو ڳجهه ظاهر ڪرڻ. افعال پڌرا ڪرڻ.

**قَلعيگَرُ:** ص.ٿانون کي قلعي ڪندڙ.

**قُلف:** ذ(ع:قُفل) ڪلف- تالو.

**قُلفي:** ث(ع) برف ۾ ڪيرمان نهيل ڪُلفي.

**قَلق:** ذ(ع) رنج- افسوس- ڏک. پڇتاءُ- پشيماني.

**قَلمُ:** ذ(ع) ڪانهن يا ڪاني مان نهيل لکڻي- خامه. لوُندڙيءَ تي ڇڏيل وار. وڻ جي ٽاريءَ جو وڍيل ٽُڪر، جيڪو پوکڻ لاءِ زمين ۾ هڻجي. ٿانون جي ٿِڳ- ڦترو.

**قَلمبَند:** ص.لکيل- تحرير ڪيل.

**قَلمبند ڪرڻ:** تحرير ڪرڻ- لکڻ.

**قَلم تازو:** ذ. خط جي آخر ۾ پوءِ يادآيل ڳالهه جي لکت.

**قلم تَراش:** ذ.قلم گهڙڻ جو خاص چاقو.

**قَلم جاري ڪرڻ:** قاعدو نه هڻ. رواج وجهڻ.

**قَلمجڻ:** م. قلمي ٿيڻ- لکجڻ. ڪنهن وڻ جي قلم جو لڳڻ. ڪپجڻ- وڍجڻ.

**قَلم جي ڪاني:** ذ.قضا جو قلم.

**قَلمدانُ:** ذ.مس قلم رکڻ جي ننڍڙي صندوقڙي.

**قَلمرُو:** ث. جتي بادشاه يا حاڪم جي فرمان جي تعميل ٿئي. حڪومت.سلطنت- بادشاهي.مُلڪ.

**قَلمزَد:** ص.وڍڻ واري حالت.وڍيل- ڪپيل.ميساريل.

**قلمڪار:** ص.قلمي ڪم ڪندڙ.منشي.مصور.نقاش.ليکڪ.

**قلم ڪاغذ:** لکڻ پڙهڻ جون لازمي شيون- استيشنري.

**قلم ڪڍي ڇڏڻ:** رواج بند ڪرڻ.انجام ڏيڻ.

**قلم ڪرڻ:** وڍڻ.ڪاٽڻ.ڇانگڻ.

**قلم لڳائڻ، هڻڻ:** ساٽي وڍيل ٽاري زمين ۾ هڻڻ (اوبڙ لاءِ).

**قلم وَهي وڃڻ:** حڪم ٿي وڃڻ- ٿِيٽي ٿي وڃڻ.

**قَلمي:** ص.هٿ جو لکيل.پيوندي (وڻ).

**قلمي شورو:** ذ. صفا ٿيل شورو.جيڪو قلمن جي صورت ۾ هجي.

**قلمي ڪَشالو:** ذ.لکڻ پڙهڻ جي محنت.

**قلمي نُسخو:** ذ.هٿ اکرن ۾ لکيل ڪتاب- مسودو.

**قَلمي:** ث.ٻيڙيءَ جو سڙهه.ٻيرق.

**قَلَندرُ:** ذ(ف) فقيرن جو هڪ فرقو. جيڪو مٿو ۽ ڏاڙهي ڪوڙائي، گهر بار کي ڇڏي گهمندو وتي. پنهنجي وجود کان بيخبر ٿي خدا جي عبادت ۾ مشغول رهندڙ فقير- درويش.

**قَلندر شهباز:** اسم خاص. سنڌ جي مشهور بزرگ عثمان مروندي جو لقب (جنهن جي درگاهه سيوهڻ ۾ آهي).

**قَلندري:** ص.قلندر جو- قلندروارو.قلندري اصولن تي هلندڙ.

**قُلوبُ:** ذ(ع) "قلب" جو جمع.دليون.

**قَلي:** ث.ختي جو هڪ قسم- ننڍو ختو.

**قُلي:** ذ(ترڪي) غلام.مزور.باريوئيندڙ.

**قَليچ:** ث(ترڪي) ترار- تلوار. (اسم خاص) سنڌ جي مشهور اديب ۽ شاعر مرزا قليچ بيگ جو نالو ۽ تخلص.

**قَليلُ:** ص(ع) گهٽ.ٿورو.ننڍو.جزوي- ورلي.

**قَليه:** ذ(ع) ڀڳل گوشت- ڀڳو.

**قُم:** امر(ع) اُٿ- اُٿي کڙو ٿيءُ.

**قُم ٿيڻ:** اُٿي تيار ٿيڻ.

**قِمار:** ذ(ع) بازي يا شرط لڳائڻ واري راند- جوئا.

**قِمارباز:** ص.جوئاري.

**قمارخانو:** ص.جوئا خانو.جوئا جي ٽڪري يا اڏو.

**قَماش:** ذ(ع) ڍنگ- نمونو.قسم- جنس.طور طريقو.

**قُماش:** ذ(ف) گهر جو سامان- اسباب.

**قَمچي:** ث(ترڪي) چَهو- سنهڙو لچڪدار تلهڙ.

**قَمَرُ:** ذ(ع) چنڊ- ماهتاب. ٽيءَ رات کان پوءِ جو چنڊ. (پهرين ۽ ٻيءَ تاريخ جي چنڊ کي 'هلال' چئجي).

**قَمري:** ص.چنڊ جو.چنڊ جي مهينن وارو سال- هجري.

**قُمري:** ث(ع) ڪبوتر جي قسم جو هڪ پکي.

**قُمقُمو:** ذ(ع) چِٽ ۾ ٽنگڻ لاءِ شيشي جو گولو.ننڍو فانوس.

**قَميصَ:** ث(ع) پهران جو هڪ قسم- ڪڙتو.

**قَناتَ:** ث(ع) ڪپڙي جي اوٽ يا ديوار (جيئڪا شاميانی جي چوڌاري ٻڌجي).

**قنارو:** ذ. ٽڪنڊ يارو- ٽپاسو. گوشت ٽنگڻ لاءِ ٽي ڪانيون.

**قِناعَتَ:** ث(ع) جيڪي مليو ان تي راضي رهڻ. ڪفايت- سانگ صرفو.

**قناعت پيشه:** ص. ڪفايتي- قناعتي.

**قناعت جي ڪمر ٻڌڻ:** پڪ ٿي ءَ سان سانگ صرفو ڪرڻ.

**قناويز:** ذ (ترڪي) هڪ قسم جو چمڪندڙ ريشمي ڪپڙو.

**قنبر:** اسم خاص (ع) حضرت علي ڪرم الله وجهه جي غلام جو نالو.

**قنبراڻي:** ص. 'قنبر حبشي' جي نسبت سان حبشي نسل.

**قند:** ث (ع) مصري.

**قند مُڪرر:** ث. ٻه ڀيرا صاف ٿيل ڇنيل ڇڻ مان ٺهيل مصري.

**قنداق:** ذ (ع) بندوق جو ڪندو.

**قندق:** ذ. بادام جهڙو هڪ قسم جو پسر ڪووڪر.

**قنديل:** ث (ع) شيشي جي گولي وارو فانوس. جنهن ۾ ميڻ بتي ٻري چت ۾ ٽنگجي.

**قندار:** اسم خاص. افغانستان جو هڪ صوبو.

**قنداري ڏاڙهون:** ذ. خاص قسم جو اعلى ڏاڙهون.

**قنف:** ث. ڪن ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو ڳهه.

**قنوت:** ث (ع) وتر نماز ۾ پڙهڻ جي هڪ خاص دعا. عبادت. پاڪبازي.

**قنوطي:** ص (ع: قنط) نااميد- مايوس- نراس.

**قنوطيت:** ث. نااميدي- مايوسي.

**قواعد:** ذ (ع) "قاعده" جو جمع. قانون. اصول. سپاهين جي سکيا- پريڊ.

**قوال:** ذ (ع) صوفيانو ڪلام چوندڙ ڳائڻو. صنعت ءِ ساز سان اهڙا ڪلام ڳائيندڙ. قواليون ڳائيندڙ گويو.

**قوالي:** ث (ع) ڳائڻ جو هڪ نمونو (جنهن جو موجد امير خسرو چيو وڃي ٿو).

**قواليون ٻڌائڻ:** گهڻو ڳالهائڻ. سڌيون ٻڌائڻ.

**قوام، قوام:** ذ (ع) کنڊ واري پاڻي کي ٺهڪائي ناهيل گهاٽو شيرو. کنڊ جي گهاٽي چاشني.

**قوانين:** ذ (ع) "قانون" جو جمع. قاعدا. آئين.

**قوت:** ث (ع) طاقت- زور- ٻل- سگهه. اختيار.

**قوت باه:** ث. شهوت. مڙسي جي طاقت.

**قوت حافظه:** ث. يادداشت- يادگيري.

**قوت جاذبه:** ث. چوسيندڙ قوت- ڇڪيندڙ قوت.

**قوت جسماني:** ث. بدني طاقت.

**قوت نما:** ذ. حساب ۾ ضرب ظاهر ڪندڙ انگ.

**قوتُ:** ذ (ع) کاڌو- خوراڪ. رزق. ڇوتو.

**قوت قرار جڻ:** قوت وارو ٿيڻ- سگهارو ٿيڻ.

**قوتي:** ث. ننڍڙي ڪاٺ جي پيتي (جنهن ۾ ميوات مو ڪلجي)- ڪريٽ.

**قورمو:** ذ (ترڪي) شوروي وارو گوشت جو ٻوڙ (جنهن ۾ پاڄي وغيره نه هجي). گهڻو گوشت وڌل پلاءُ.

**قوس:** ث (ع) ڪمان. آسمان جو هڪ برج.

**قوس قزح:** ث. اندلٺ- ڏنڪ.

**قوسي:** ص. ڪمان جي شڪل جهڙو- محرابدار- محرابي.

**قول:** ذ (ع) ڳالهه- جملو- چوڻي. واعدو- اقرار- انجام.

**قول فيصل:** ذ. فيصلائتي ڳالهه.

**قول قرار:** ذ. انجام اقرار- ٻول وچن.

**قول ڪرڻ:** انجام ڏيڻ- واعدو ڪرڻ. آسرو ڏيڻ.

**قول و فعل:** ذ. چوڻ ءِ ڪرڻ- گفتار ءِ ڪردار.

**قولابو:** ذ. وڏو ڇوڙو- ڪنگڻ (جيڪو عام طرح فقير پائين).

**قولنج:** ذ (ع) آنڊي جي خرابي ءِ سبب پيٽ ۾ سخت سور پوڻ جي بيماري.

**قوم:** ث (ع) ذات. فرقو. نسل. خاندان- گهراڻو. گروهه- سٿ.

**قوم پرست:** ص. قوم جو خيرخواه. قوم جي مفادن لاءِ جدوجهد ڪندڙ.

**قومي:** ص. قوم جو.

**قومي ترانو:** ذ. وطن جو گيت- قومي نغمو.

**قوميت:** ث (ع) نسل- ذات. قومي خصوصيت.

**قونصل خانو:** ذ (ع) قونصلر جو سرڪاري دفتر.

**قونصلر:** ذ. پرڏيهي ملڪ ۾ مقرر ڪنهن ملڪ جو نئدو نمائندو- نئدو سفير.

**قوي:** ص (ع) طاقتور- سگهارو. تندرست. مضبوط. (ذ) خدا تعالى جو هڪ صفاتي نالو.

**قوى:** ذ (ع) "قوة" جو جمع. سمجهه- عقل- شعور.

**قهار:** ص (ع) قهر ڪندڙ. زبردست- ڏاڍو. قهري- ظالم. (ذ) خدا تعالى جو هڪ صفاتي نالو.

**قهر:** ذ (ع) ڪاوڙ- غصو- ڏمر. ڏاڍ. مصيبت. ظلم- انڌير.

**قهر الاهي:** ذ. خدا جو غضب. آسماني مصيبت.

**قهر ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ. ڏاڍ ڪرڻ.

**قهر ڪَڙڪڻ:** مصيبت نازل ٿيڻ- آسماني آفت اچڻ.

**قَهري:** ص. ظالم. بي رحم.

**قَهري ڪَڪر وَسڻ:** مصيبت وسڻ. خوشيءَ جي ڪابه اُميد باقي نه رهڻ.

**قَهقَهه:** ذ (ع) ٽهڪ. وڏيءَ واڪي زور سان کِل.

**قَهوو:** ذ (ع) هڪ قسم جو ٻوٽو ءِان جو ٻج (جنهن کي پِيُّجي چانهه وانگر ڪاڙهي پيئجي).

**قَهوي خانو:** ذ. ڪافي گهر- هوٽل.

**قَهوي دان:** ذ ڪافي پيئڻ جو پيالو. ڪافي ڪاڙهڻ جو ٿانءُ.

**قَيءِ:** ث (ع) اُلٽي- اُڇَلَ- ڪَيَ.

**قَيءِ اچڻ:** اُلٽي اچڻ. ٻڇان ٿيڻ.

**قِيادَت:** ث. (ع) اڳواڻي- پيشوائي. رهبري.

**قِياسُ:** ذ (ع) گمان- خيال. اندازو. اٽڪل رُوءِ ڪَٿَ- تخمينو. ويچار- ڳِتِيگوت. غور. انومان. افسوس. ٻاجه- ڪهل.

**قياس ڪاذب:** ذ. ڪوڙو دليل- ڪوڙو سبب.

**قياس ڪرڻ:** اندازو لڳائڻ. افسوس ڪرڻ- ڪَهل ڪرڻ. ڏک ڪرڻ.

**قِياسي:** ص. قياس وارو- خيالي. مهربان- رحمدل. ديالو.

**قِيافو:** ذ (ع: قياف) شڪل- صورت. انسان جي عادتن ءِ مُهانڊي مان اندازو لڳائڻ جو علم.

**قيافي شناسي:** ث. 'علم قيف' جي ڄاڻ.

**قِيامَ:** ث (ع) قيامت- حشر. روز جزا.

**قِيامُ:** ذ (ع) نماز ۾ بيهڪ. بيهڪ- ٽِڪاءُ. استقلال- پائداري.

**قِيام پَذِير:** ص. ترسيل- ٽِڪيل- مقيم.

**قِيامُ ڪَرڻ:** ترسڻ- ٽِڪڻ. سڪونت پذير ٿيڻ.

**قِيامَت:** ث (ع) آخرت- حشر. اهو ڏينهن جنهن تي سڀ ساهوارا فنا ٿيندا. مصيبت. ظلم- انڌير.

**قيامت اچڻ:** حشر وارو ڏينهن ٿيڻ. ظلم مچڻ- انڌير ٿيڻ.

**قيامت جا ٽيڙ ويڙهڻ:** وڏو عرصو زنده رهڻ- وڏي ڄمار ماڻڻ.

**قيامت جي گهڙي:** مصيبت جو وقت- نهايت ڪٺن وقت.

**قيامت خرام:** ص. ناز سان هلندڙ.

**قِيامَت خيز:** ص. قيامت آڻيندڙ (حادثو، واقعو). مصيبت وارو.

**قيامت ڪاري ڪرڻ:** خدا جي حڪم جي انحرافي ڪرڻ.

**قيامت مَچائڻ:** ظلم مچائڻ. قهر ڪرڻ. هنگامو ڪرڻ.

**قَيدُ:** ذ (ع) بند- اسيري. روڪ- پابندي. بندش. جيل- ٽِرم- زندان. (ظ) بند ٿيل. منع ٿيل. پابند.

**قيد الماءِ:** ذ. داتي پاڻيءَ جو قيد. نصيب- قسمت.

**قَيد بامَشقت:** ذ. سخت پورهئي سان سزا.

**قَيد خانو:** ذ. بنديخانو- جيل- زندان.

**قَيد ڪرڻ:** بند ڪرڻ- اسير ڪرڻ. گرفتار ڪرڻ. پڪڙڻ- جيل ڏيڻ.

**قَيد ڪَڙول:** جيل ۾ هٿڪڙيون.

**قَيدي:** ص. باندي- گرفتار- اسير.

**قِيراطُ:** ذ (ع) درهم جي ٻارهين حصي جو وزن (جيڪو جواهرات تورڻ ۾ ڪم اچي).

**قَيس:** اسم خاص (ع) ليليٰ جي عاشق جو نالو- مجنون.

**قَيصَرُ:** ذ. شينهن- شير. سلطان- بادشاه.

**قَيضُ:** ذ. چير- قوت. خامي- ڪوت (ريئي وغيره ۾).

**قيضي:** ذ. ڪوٽو رپيو.

**قَيطُونُ:** ذ (ترڪي) زري ءِ ريشمي ڌاڳن واري پانڪ.

**قِيفَ:** ث (ع) ٽين يا شيشي جو مخروطي اوزار، جنهن سان سوڙهي مُنهن واري ٿانوَ ۾ پاڻيٺ وجهجي.

**قيل:** ذ (ع) لنظ. ڳالهه. ڳالهاءُ.

**قيلَ مَقالَ:** ث (ع) ڳالهه ٻولهه- گفتگو. بحث مباحثو.

**قيل و قالُ:** ذ (ع) قيل مقال.

**قَيلُولو:** ذ (ع) ٻن پهرن جي ماني بعد ننڊ ڪرڻ- منجهند جو آرام.

**قيمَتَ:** ث (ع) مُله- دام. اگهه- نرخ.

**قيمَتي:** ص. گهڻي مُله وارو- بيش بها- مُلهائتو. ناياب.

**قيمو، قيمُون:** ذ (ف) ذرا ذرا ٿيل گوشت.

**قيمو ڪرڻ:** ذرا ذرا ڪرڻ. وڏي چِٽي ذرا ڪرڻ.

**قَينچي:** ث (ترڪي) ڪپڙي وغيره ڪترڻ جو اوزار- ڪَتَر- متراض.

**قَيُوم:** ص (ع) قائم رهندڙ. هميشه قائم. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.



**ڪ**: ذ. اُچار "ڪاف". سنڌي الف- بي جو اوڻيتاليهون اکر. عربيءَ جو ٻاويهون ۽ فارسيءَ جو پنجويهون اکر. ابجد موجب عدد (20).

**ڪَ**: ظ (ع) وانگر- جيئن- مثل.

**ڪ**: ص. ڪِين- ڪِي- ي.

**ڪُ**: ص. صفاتي اڳياڙيءَ طور خراب يا گهٽ جي معني ڏيکاريندڙ حرف (جيئن ڪُپٽيو. ڪُمهنو وغيره).

**ڪابَڪُ**: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪابُل**: اسم خاص. افغانستان جو هڪ شهر.

**ڪابُلي، ڪابُولي**: ص. ڪابل جو (ماڻهو. وکر وغيره).

**ڪابِلي هريڙ**: ث. پساريڪي وکر جو هڪ قسم- وڏي هريڙ.

**ڪابورا**: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪابُوس**: ذ (ع) هڪ قسم جي بيماري (ننڊ دوران). ڊئيٽ ميٺر.

**ڪابِنُ، ڪابينو**: ذ (ف) حق مهر (اها رقم جيڪا نڪاح وقت مڙس زال کي ڏيڻ جو اقرار ڪري).

**ڪابِينا**: ذ (ف) وزيرن جي مجلس- جملي وزراءَ.

**ڪاب**: ث. تجويز- رٿ.

**ڪاٻارُ، ڪاٻارو**: ذ. ناريل جي کوپي جي مٿان وارو ريشو (جنهن مان رسا ٺهن). سامان سڙو (عموماً ڪاٺ جو سامان).

**ڪاٻارو**: ذ. جهيڙو- جنگ.

**ڪاٻارو، ڪاٻاڙو**: ذ (ع: قبال) وکري جي شرطن وارو دستاويز. فصل جي اڳواٽ ئي سوُدي جي لکيت.

**ڪاٻَٽ**: ث. اٽاڻ- کوٽ- تنگي.

**ڪاٻَرُ**: ذ. ناريل جي ٻج- ڪاٻار.

**ڪاٻو**: ذ. بند مطلب جي وچ ۾ ڳالهائيندڙ.

**ڪاتُ**: ذ. گوشت وڍڻ جو وڏو ڇرو.

**ڪات ڪڍڻ**: ٽپ ڏيڻ- تنگ ڪرڻ. مجبور ڪرڻ.

**ڪاتَ ڪُهاڙا ڪڍڻ**: جهيڙي لاءِ هٿيار ڪڍڻ. ڪنهن جي خلاف ڪمر ڪشي بيهڻ.

**ڪاتارِ**: ث. سٽ ڪتڻ واري عورت.

**ڪاتارو**: ذ. ڪتڻ وارو- ڪتيندڙ.

**ڪاتِبُ**: ذ (ع) ڪتابت ڪندڙ. سهڻا اکر لکندڙ- خوشنويس.

**ڪاتب تقدير**: تقدير لکندڙ- خدا تعالي.

**ڪاتَرَ**: ث. سنهو ڪٽيل ڇورو (سوپارين وغيره جو). انَ يا ڏامس ڪترڻ جي ڪئنچي. ڪاٺ جي ڏنگي پٽي (جيڪا عام طرح ڪولهي ننڍن جانورن جي شڪار لاءِ ڪم آڻين).

**ڪاتَرِ**: ث. دل- قب- هرذو. ادب- تعظيم. مروت. ڏين- خيال. پرواهه.

**ڪاتُرو**: ص. ڪتريندڙ (رڍن. ٻڪرين کي).

**ڪاتي**: ث. گوشت وغيره وڍڻ جو ننڍو اوزار- ڇري.

**ڪاتي پائڻ**: سر جو سانگو لاهڻ. خود ختم ڪرڻ.

**ڪاتي ڪڍي ويهڻ**: ڪپ ڪوڙي ويهڻ- ڏرتو ماري ويهڻ.

**ڪاتين ڪُٺو**: ص. ضدي- نٺر- شدتي.

**ڪاتي وڍيو**: ص. گوشت. حلال ٿيل.

**ڪاتيرو**: ذ. ڪترڻ جو اوزار. ڪئنچي.

**ڪاتيار**: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪاٽو**: ذ. ڪٽ- ڪٽپ- شمار. چيم- ڏنگ.

**ڪاٽو ڪرڻ**: تخمينو لڳائڻ.

**ڪاٽي**: ظ. ڪٽي- ڪهڙي هند.

**ڪاٽَ**: ث. وڍ- چير. چانگ. ڪمي- تخفيف. ڪٽَ.

**ڪاٽَ ڪرڻ**: ڪٽَ ڪرڻ. گهٽ ڪرڻ. چيرڻ- چيرڻ. تخفيف ڪرڻ.

**ڪاٽا**: ث. ڪٽ (لغڙ جي). برطرف.

**ڪاٽڪُو**: ص. چور. ڌاڙيل. پاٽاريدار. نالي چڙهيو- نامي گرامي.

**ڪاٽَ ڪُوٽَ**: ث. وڍٽڪ. ڪمي بيشي. چيڀ چاڙ.

**ڪاٽَن**: ث (انگ) ڪپه. (ذ) ڪپه مان ٺهيل ڪپڙو.

**ڪاٽَن مِل**: ث. ڪپهه اٽڻ جو ڪارخانو.

**ڪاٽَڻُ**: م. وڍڻ. ٽڪر ڪرڻ. جدا ڪرڻ. تخفيف ڪرڻ. وضع ڪرڻ. پوڪڻ (قيد). ڪرڻ- گذارڻ (وقت). طي ڪرڻ (منزلو). ٻن حصن ۾ ورهائڻ (ت س).

**ڪاٽو**: ذ. ڪٽو- وڏي ٽاڙي. ٻئي- ڪارخانو.

**ڪاٽُو**: ذ. رياضيءَ ۾ ڪٽَ جي نشاني (-).

**ڪاٽيلو**: ذ. ڪنڌوءَ جو هڪ قسم.

**ڪاٿُ**: ذ. ٿمڀيءَ ڊگهي ڪاٺي. ٻنڍ- دوڳ. ڏوهاريءَ کي سزا ڏيڻ جو

ڪاٺيءَ مان ٺهيل هڪ اوزار (جنهن ۾ ڏوهاري جا پير ڦاسائين. جنهن ڪري اهو اُٿي يا هلي نہ سگهي).

**ڪاٺ ٻانہيڻ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪاٺ ٿي بيهڻ:** جواب نہ ڏيڻ. چُرپُر نہ ڪرڻ. حيرت ۾ غرق ٿي وڃڻ.

**ڪاٺ چَبڻ:** خراب حال هئڻ- تڪليف ۾ هجڻ.

**ڪاٺ ۾ پوڻ:** قيد ۾ پوڻ- نظربند ٿيڻ- سزا ڀوڳڻ. سوگهو ٿيڻ.

**ڪاٺ ڪُلهي تي ڪنائڻ:** ڏنو ڏيئي ڪم ڪرائڻ- گسي تي ڪم ڪرائڻ.

**ڪاٺ جو ٻُبو:** ڪوڙو دلاسو- ٺلهو آسرو.

**ڪاٺ جو پُتلو:** ٺلي مٽر- پيٽ جو چِٽ.

**ڪاٺ جي ماني:** سخت پورهيو- ڏکيو ڌنڌو- جاکوڙو.

**ڪاٺ ڪُٽو:** ذ. هڪ قسم جو پکي- ڏکڻ پکي.

**ڪاٺ ڪُنو:** ث. وايڪي ڪم جو هڪ اوزار- گونيا.

**ڪاٺ ڪلو:** ڪاٺ جو نشيون.

**ڪاٺ ٽوري:** ث. ٻينڊي (ٻکر جو قسم).

**ڪاٺ گدرو:** ذ. پپيتو (وڻ ۽ ميوو).

**ڪاٺ ۾ پوڻ:** سخت سزا ملڻ. جيل ۾ بند ٿيڻ.

**ڪاٺگڙهہ:** ذ. ڪاٺ جو پچرو. فرنيچر.

**ڪاٺو:** ذ. چار جي ٽنڊن ٽانڪڻ لاءِ ڪاٺ جو سوٽو. هني يا پلاڻ جو ڪاٺ جو فريم.

**ڪاٺوڙ:** ث. پوڪ واري خشڪ زمين. (اسم خاص) ڪراچي لڳ هڪ وسنديءَ جو نالو.

**ڪاٺوڙو:** ذ. ڪاٺيءَ جو ٻاٽوڙو.

**ڪاٺي:** ث. لڪڙي. هني- قدبت- جسم.

**ڪاٺي پَچڻ:** ٽانگ ٻلاڪان ڏنگجڻ- ڪڪجڻ.

**ڪاٺي سوڙڻ:** ٻاهڪي مچائڻ. جهيڙو وڌائڻ.

**ڪاٺي ڪرڻ:** ٻَچ ڪرڻ. هشي ڏيڻ. چُرچ ڪرڻ (جهيڙي لاءِ).

**ڪاٺياواڙي:** ص. ڪاٺياواڙ جو رهاڪو. هڪ ذات جو نالو. (ذ) گهوڙي جو هڪ قسم.

**ڪاٺير، ڪاٺِرُ:** ص. ڪاٺيون ڪندڙ. ڪاٺيون ڪري وڪڻندڙ.

**ڪاپ:** ث. ڪنمب- چُنوتي.

**ڪاپ ڪرڻ:** ڪَپ ڪوڙڻ- داٻو ڪرڻ- ڪنمب هڻڻ.

**ڪاپاتي، ڪاپائتي:** ث. ڪپهہ مان ڦورا ٺاهيندڙ عورت. ڪپو ڪندڙ. سٽ ڪتيندڙ.

**ڪاپارُ:** ذ. ڪوپري. مٿو- سِر. نصيب- ڀاڳ.

**ڪاپار تي چڙهڻ:** شڪم ٿيڻ- مغرور ٿيڻ. ضد ڪرڻ.

**ڪاپار جو ڏَڪُ اچڻ:** وڏو نقصان پهچڻ. سخت ڏڪ لڳڻ. شديد صدمو رسڻ.

**ڪاپاري:** ص- ڪاپارو وارو. مٿي وارو ڏڪ. تمام وڏو نقصان. وڏو صدمو.

**ڪاپَٽُ:** ذ. جوڳي فقيرن جو هڪ قسم (جيڪي دنيا کان لاڳاپا ٽوڙي ويا هجن).

**ڪاپُرسُ:** ص. ڏاهو- اڪابر- داناءُ.

**ڪاپڙي:** ذ. سنياسي- جوڳي. مسافر. سيرين. (ص) ڪپڙو وڪڻندڙ.

**ڪاپو:** ذ. ڪپهہ جا ڦورا ٺاهڻ (سُٽ ٺاهڻ کان اڳ). پورهيو. ڏاڪڙو.

**ڪاپا ڪڍڻ:** سَنوت ونائڻ- سِڌائي ڪرڻ. شدت سان بيهڻ.

**ڪاپو ڪرڻ:** پِنِن پاند جهولي ٺاهي چُوندو يا لابارو ڪرڻ. سخت ڪشالو ڪڍڻ. پورهيو ڪرڻ.

**ڪاپو ڪوڙڻ:** اڏو ٻنائڻ- ٻينڪ ڪرڻ- ڪَپ ڪوڙڻ.

**ڪاپي:** ث (انگ) نقل- اُتارو. مُسودو. نوٽ بوڪ.

**ڪاپي ڪرڻ:** نقل ڪرڻ.

**ڪاپي رائيٽ:** ذ (انگ) تصنيف ۽ تاليف جا حق واسطا. ڇپائيءَ جا حق واسطا.

**ڪاپي نوِيس:** ث. اُتارو ڪندڙ. ڪاتب.

**ڪاڄ:** ذ. ڪم. ڪرت- ڌنڌو. شادي يا خوشيءَ جي موقعي تي مهمانن جي ماني وغيره. خوشيءَ جو موقعو- مارڪو. قميص ڪوٽ وغيره ۾ بيڙي وجهڻ جو سوراخ- ڪاز.

**ڪاڄ سِڌَ ٿيڻ:** ڪم ٺهڻ- مطلب حاصل ٿيڻ.

**ڪاجَل:** ذ (س) ڪاري ليڪ. ڪجل.

**ڪاڄُ:** ذ. ڪاڄ. شادي يا ڪنهن ٻئي خوشيءَ جي موقعي تي وڏي دعوت.

**ڪاڄُ ڪرڻ:** شاديءَ جي ماني ڪرڻ. دعوت ڪرڻ.

**ڪاڄيتو:** ذ. ڪاڄ ڪندڙ- شاديءَ وارو- آسائتو.

**ڪاڄڻ:** ث. وڏي دگهي مضبوط ڪاٺي، جنهن تي ڇپر رکجي. هرلي يا نر جي بيهارڻ جي ڪاٺي.

**ڪاڄُ:** ذ. ڪانچ- شيشو. سنوار- سٽڻ.

**ڪاڇڻ:** ث. "ڪَڇ" جي ٻڪري يا ڳئون. جُوئر جو هڪ قسم.

**ڪاڇو:** ذ. جبلن جي پير وارو ميداني علائقو (دادو ضلعي جو لهنديون جابلو ميداني حصو). ڪَڇ- ماپ- پيمائش.

**ڪاچو ڪرڻ:** ماپ وٺڻ- ماپڻ- ڪڇڻ.

**ڪاچوٽي:** ث.لانگوٽي.

**ڪاچي:** ص. جبل جي ڪنڌيءَ جو. "ڪڇ" جو. (ذ) ڪڇ جو گهوڙو، اُٺ وغيره.

**ڪاچيل:** ث.ڏکڻ طرف.

**ڪاچيلا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**ڪاخُ:** ذ(ف) محل- قصر.

**ڪاڏُ:** ذ.ڪک- ڪکو.

**ڪاڏي:** ظ.ڪيڏانهن- ڪهڙي پاسي- ڪٿي.

**ڪاڏ:** ث.گهڻو پنڌ- وڏي مسافري.چڪٽ ن.

**ڪاڏ ڪڍڻ:** تڪليف سهڻ- مشڪلات ڏسڻ.

**ڪاڏارو:** ذ.سڙ جو صدقو- مٿان گهوري ڏنل شيءِ- ڪاڏاتو.

**ڪاڏلا:** ذ.ڪٽڙين (ڳم) جو هڪ قسم.

**ڪاڏو:** ذ.اُڪنڊ- سڪ- چڪ (قرب جي).تانگهه- اُڪير.

**ڪاڏا ڪڍڻ:** تڪليفون سهڻ- ڌڪا ڌوڙو ڪرڻ.

**ڪاڏوڙُ:** ص.ڏڪاريل- ڏکي ڪيل.

**ڪاڏيارو:** ص.بلڪل گهٽ- تمام ٿورو.

**ڪاذبُ:** ص(ع) ڪوڙو.باطل.

**ڪارَ:** ث.ڪاراڻ- سياهي.اونداهي.انڌوڪار.

**ڪار:** ذ(انگ) موٽرگاڏي- موٽر ڪار.

**ڪار:** ث(ف) ڪم- شغل- ڌنڌو.هنر.پيشو.

**ڪارآمد:** ص.ڪم اچڻ جهڙو.مفيد.

**ڪارآموزي:** ث. نوڪريءَ جو سکيا وارو عدد (جنهن کان پوءِ نوڪري مستقل ڪجي)- اپرينٽسشپ.

**ڪاربَندُ:** ص.عمل ڪندڙ.پابند- بدل.

**ڪارانجهو:** ص.ڪاراڻ مائل- ڪارسرو.

**ڪارانجهڙي:** ث.نماشام- سج لٿي جي مهل- شفق.

**ڪاراڻ:** ث.ڪارَ- سياهي.مُنهن اونداهي.

**ڪارائتو:** ص.ڪم ايندڙ- ڪم جهڙو.ڪمائو- سجايو.

**ڪارائو:** ذ.زمين جي سنڀال لاءِ مقرر ماڻهو- ڪمدار.

**ڪارائي:** ث. ڪٽ وڍڻ جو وزر (ڏنـدن واري رُڪ جي پٽي)- ڪرٽ.

**ڪارائي هڻڻ:** اَنُوارڻ.وڍڻ- ٻـه ڏڪرڻ.ڪجهه ڪ ٽڻ- ٽڪائڻ.

**ڪارايَل:** ذ.هڪ قسم جو پکي.هڪ سُري راڳڻيءَ جو نالو.

**ڪارَبُ:** ذ(ع:قالب) سانچو- فريم.ڪورڪي ڪم جو هڪ وزار.

**ڪاربانُ:** ذ(انگ) هڪ مشهور گئس (ڪوئلي ۽ شيهي مان پيدا ٿيل گئس).

**ڪاربان پيپر:** ذ(انگ) هڪ قسم جو مسالو لڳل ڪاغذ، جنهن جي ذريعي لکت جو نقل اُتاري سگهجي.

**ڪاربُار:** ذ.ڪم ڪار.ڪاروبار.

**ڪاربَنَ:** ث(انگ) ننڍي رائفل.

**ڪارتُهي:** ث. ڪاري ٿهواري جوئر جو هڪ قسم.

**ڪارتُوسُ:** ذ(انگ) ڪاغذ يا پتل جي نالي، جنهن ۾ چيري ۽ بارود پيريل هجي.

**ڪار بَگهو:** ذ.پ ٽيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪارَٽ:** ص.ٽتي جي دنگيءَ جي ڪارنهن.

**ڪارٽُون:** ذ(انگ) مسخريءَ واري تصوير.

**ڪارَڻَ:** ث. ڪاراڻ- سياهي.تتي، دانگي يا ڏٿي جي ڪاراڻ.

**ڪار ثواب:** ث.نيڪ ڪم- ڀلائيءَ جو ڪم.

**ڪاريَت:** ث.ايمانداري- سُپيتائي.ساک- پرم.لهنو- اوڌر.

**ڪاريَت رکڻ:** پرم ڏيوجائڻ- ويساه ڄمائڻ.

**ڪاريَتيو:** ص.ڪريت وارو.

**ڪارپَرداز:** ص(ف) ڪم جو نگران- منتظم.

**ڪارپردازي:** ث.انتظام- بندوبست.جوڙجڪ.

**ڪارپورَلُ:** ذ(انگ) فوج جو هڪ ننڍو عهديدار.

**ڪارپوريشن:** ث (انگ) قانوني طور ڪم ڪرڻ جي مجاز ڪاميٽي.وڏي ميونسپل ڪاميٽي.

**ڪارجُ:** ذ(سن: ڪاريه) ڪم- ڪار.ڌنڌو.شغل.مقصد- مطلب.

**ڪارج سڌ ٿيڻ:** مقصد پورو ٿيڻ.مراد حاصل ٿيڻ.

**ڪارج مَنگل:** ذ.خوشيءَ جو وڏو ڏينهن.

**ڪارجوَنت:** ص.ڪم وارو.

**ڪار چيو:** ص.زبان جو گندو.نظر هڻندڙ.بدبخت- چندو.

**ڪارچوبُ:** ذ(ف) ڪنيءَ مان ٺهيل چوکٽ، جنهن ۾ اڳٺ اُٽڻ يا ڀرت جو ڪم ٿئي.

**ڪار چوبي:** ث.زريءَ جو ڪم- گلڪاري.

**ڪارخانو:** ذ (ف) ڪنهن هنر يا صنعت جو هنڌ- فيڪٽري. دڪان- ڪوٺي.ڪاروبار- ڌنڌو.

**ڪارخانيدار:** ذ.ڪارخاني جو مالڪ- صنعتڪار.

**ڪار خدمت:** ث.ٽهل ٽڪور.چاڪري.

**ڪارخَير:** ث.ثواب جو ڪم. نيڪيءَ جو ڪم.
**ڪاردارُ:** ص(ف) ڪم ڪارهلائيندڙ- منتظم.
**ڪارداري:** خ.نگهباني.سنڀال.دفتر-آفيس.
**ڪارڊ:** ذ (انگ) پَنو (تاس جو). ورق. پوسٽ جو ٽڪلي لڳل ڪاغذ. اطلاع جو ڪاغذ.
**ڪارڊ بورڊ:** ذ.ٿلهي ڪاغذ جو تختو-گتو-پانو
**ڪارڊ ليس:** ذ. بنا ڪارڊ جي فون- ٽيليفون جو هڪ قسم- موبائل فون.
**ڪارَروائي:** ث (ف) ڪم جي تڪميل. ڪم. انتظام. بندوبست.روبڪاري.
**ڪارڙو:** ذ.هڪ قسم جو جيت.ٽر جو هڪ قسم (ڪاري رنگ جو).
**ڪارڙي:** ث. جوئر جو قسم- ڪارٿهي.
**ڪارزار:** ث(ف) لڙائي- جنگ- رزم.
**ڪار زَبانو:** ص(ف) ڪاري زبان وارو (جيڪو بدسوڻي جي ڳالهه ڪري ۽ منحوس سمجهيو وڃي).
**ڪارساز:** ص(ف) ڪم ناهيندڙ. ماهر. (ذ) خدا تعاليٰ.
**ڪارسازي:** ث.هنرمندي. چالاڪي-هوشياري.
**ڪارستانُ:** ص(ف) چالاڪ-هوشيار.پڙ-ماهر.وڏو ڪم ڪندڙ.
**ڪارستاني:** ث(ف) چالاڪي- حرفت. شرارت-لچائي.
**ڪارستانيون ڪرڻ:** بي واجبي رستا اختيار ڪرڻ. اٽڪل بازيون هلڻ.
**ڪارسرو:** ذ. ڪاري مٿي وارو. ڪاران مائل.
**ڪارشناس:** ص.آزمودگار-ماهر-پڙ (ڪم ۾).
**ڪارفرما:** ص(ف) حڪم ڪندڙ- حاڪم. ڪم ڪارهلائيندڙ.
**ڪارَڪ:** ذ (انگ) بُوڄ- ٻُنجي- ڍَڪ.
**ڪارڪردو:** ذ. ڪارنامو- ڪم جهڙو.
**ڪارڪردگي:** ث(ف) سُٺو ڪم. ڪارگذاري.
**ڪار ڪَرڻ:** سزا ڏيڻ- جُٺ ڪرڻ. واجبي ڪرڻ.
**ڪارڪُنُ:** ذ(ف) ڪم ڪندڙ- ورڪر. منتظم.
**ڪارگُذاري:** ث (ف) سٺو ڪم. ڪم جي ترتيب ۽ طريقو. ڪم ڪار.
**ڪارگَر:** ص(ف) مفيد- سُودمند. اثرائتو.
**ڪارگُل:** ذ.نيڪيءَ وارو ڪيل ڪم. سٺيچائي- سدورائي.
**ڪارمُنهائي:** ث.ويساهگهاتي. زناڪاري.
**ڪار مُنهون:** ص.بدشڪلو. اندر جو پليت. ذليل- بي غيرت.

**ڪارنامو:** ذ(ف) اهم واقعو. سٺو ڪم. بهادريءَ جو ڪم.
**ڪارنج:** ذ.منگر مڇ جو هڪ قسم.
**ڪارندو:** ص(ف: ڪارنده) ڪارڪن- ورڪر. منتظم.
**ڪارنهن:** ث. ڪارڻ- ڪاراڻ. داغ- ٽِڪو. بدناميءَ جو ٽِڪو. خواري.
**ڪارنهن جو ٽڪر پجڻ:** بدنامي ڪرڻ- خوار خراب ڪرڻ- ٽِڪولائڻ.
**ڪارنهن جو ڪوپ اچڻ:** بدنامي ٿيڻ- خواري مچڻ- ذليل ٿيڻ.
**ڪارَڻُ:** ذ.سبب- باعث. بهانو. علاج- حيلو. (ظ) لاءِ- واسطي- سانگي- جي ڪري.
**ڪارَڻ ڪباب ٿيڻ:** مرڻ لاءِ تيار رهڻ.
**ڪارَڻ ڪرڻ:** ٽوڻو ٽوٽڪو ڪرڻ- سحر جو اثر هلائڻ.
**ڪارَڻُ:** م. ڪرڻ. اُڪارڻ- پار ڪرڻ.
**ڪارڻي:** ص.شافع.پارُ ڪاريندڙ.
**ڪارو:** ص. اونداهو. ڪاري رنگ جو- سياه. سانورو. اصيل (ٽانگ). گناهن ۾ ورتل.گنهگار- ڏوهاري. (ث. ڪاري).
**ڪارو اگَر:** ص.بدمزاج.بدمعاش.
**ڪاريءَ تي پير پوڻ:** ڪُتي ڪٽڻ.ڀاڳ ڦٽڻ.
**ڪارو تُوت:** ذ.شَهتُوت (وڪر).
**ڪارو ٿيڻ:** بدنام ٿيڻ- خوار خراب ٿيڻ.
**ڪارو پاڻي:** ذ. اندمان ٻيٽ (جتي انگريزن جي دور ۾ عمر قيد وارن قيدين کي موڪليو ويندو هو). جلاوطني- ڏيهه نيڪالي.
**ڪارو پَڌر:** ذ.ڪليل ميدان- پونو.
**ڪارو چورُ:** ذ.وڏو چور- نالي چڙهيو ڪاٺڪو.
**ڪارو علِمُ:** ذ.جادو- سحر. نقصان پهچائيندڙ جادو.
**ڪارو ڪاري:** ذ. زناڪار مرد ۽ عورت (جيڪي قبائلي رسم موجب واجب القتل هجن).
**ڪارو ڪرڻ:** سياه ڪرڻ. عيبدار ڪرڻ- ڏوهاري ڪرڻ. ٽڪو ڏيڻ. خوار ڪرڻ. گلارو ڪرڻ. بدنام ڪرڻ.
**ڪارا ڪَڪر ڇانئجڻ:** مصيبت جو نازل ٿيڻ. سخت تڪليف ۾ اچڻ.
**ڪارو ڪمرو نه ڇڏڻ:** سينيءَ کي عيبدار ڪرڻ.
**ڪارو ڪُنو نه هئڻ:** ڪنگال هئڻ- غريب هئڻ.
**ڪارو ڪوجهو:** ذ.بدشڪلو- بدصورت.
**ڪارو مٿو لاهڻ:** جيئن تيئن ڪري ڪم پورو ڪرڻ-

بيگر لاهڻ.

**ڪارو مرچ:** ذ. مرچن جو هڪ قسم- مري.

**ڪارو مُنهن ڪرڻ:** بڇڙو ڪم ڪرڻ. اخلاقي ڏوهه ڪرڻ. بي آبرو ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**ڪارو نانگ:** ذ. واسينگ نانگ- ڪاريهر- اصيل نانگ.

**ڪاريءَ وارا ڪَک:** ڪجهه نه پينگ. عدم موجودگي.

**ڪاروانُ:** ذ (ف) گهڻن مسافرن يا سوداگرن جو ٽولو. قافلو. اُٺن جو قافلو.

**ڪاروان سراءِ:** ث. قافلي جي منزل وارو هنڌ. مسافر خانو.

**ڪاروبارُ:** ذ (ف) ڏيتي ليتي- واپار. ڌنڌو. ڪم ڪار. ڪاروهنوار.

**ڪاروباري:** ث. واپاري- تجر. (ص) ڪاروبار سان واسطي وارو.

**ڪاروڙيو:** ذ. وڏي آواز سان ڪيل سڏ- واڪو- ڪوڪريو- هڪل.

**ڪارُون:** ث. حيلا- ڪوششون. عاجزيون. منٿون.

**ڪارون ڪرڻ:** آزيون نيزاريون ڪرڻ- عاجزيون ڪرڻ.

**ڪارُونيارُ:** ص. نهايت اونداهو. گهاٽن گهڻن ڪڪرن وارو جُهڙ (جنهن ۾ اونداهي ٿي وڃي). تمام گهڻو- بيشمار.

**ڪارُونجَهر:** اسم خاص. ٿر ۾ ننگر پارڪر لڳ هڪ مشهور ٽڪريءَ جو نالو.

**ڪارو واءُ:** ذ. چوپائي مال جي هڪ بيماري (جنهن ۾ جانور کي ڏڪڻي ٿئي).

**ڪار وَهنوار:** ذ. ڪم ڪار. ڏيتي ليتي.

**ڪارِهين:** ث. چنڊ جي ٻارهين تاريخ.

**ڪاري:** ص (ف) اثر ڪندڙ- مؤثر. اثرائتو (ڌڪ. زخم. گهاءُ). گهرو- اونهو (زخم).

**ڪاري:** ث. زناڪار عورت. ڏوهارڻ.

**ڪاري ڪرڻ:** عورت کي ڌارئي مرد سان بدفعلي ڪندي جهلڻ.

**ڪاريون ڪائڻ:** جوانيءَ کان مُڙڻ.

**ڪاريون هجڻ:** مصيبت ۾ جڪڙيل هجڻ.

**ڪاريڙي:** ث. ڪري پاتيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڪاريز:** ذ (ف) جبل جي اندران زمين مان ايندڙ پاڻيءَ جو وهڪرو. چشمي جو پاڻي.

**ڪاريگرُ:** ص (ف) هنرمند. صنعتگر. هوشيار. حرفتي.

**ڪاريگري:** ث. هنرمندي. هوشياري. چالاڪي.

**ڪاريه:** ذ. علاج- دوا- دارون. اُپاءُ- حيلو.

**ڪاريهرُ:** ذ. نانگ جو هڪ قسم- ڪارو نانگ- اصيل نانگ. هڪ قسم جو هَرڻ.

**ڪاڙهَڻُ:** م. ٽهڪائڻ- اوٻارڻ- جوش ڏيڻ. آزارڻ- هلاڪ ڪرڻ.

**ڪاڙهو:** ذ. اُس- ڏَپ. گرمي- تپش. اُس جي تپش. پسار ڪو وڪر جيڪو بيمار کي ٽهڪائي پيارجي- جوشاندو.

**ڪاڙي:** ث. ماچيس جي تيلي.

**ڪاسائي:** ص. ڪوس ڪندڙ- ڪُهندڙ- قاصائي. (ص) بيرحم- سنگدل.

**ڪاسائڪي ڪار:** ث. ڪوس- خونريزي. بيرحمي- سنگدلي.

**ڪاسِبُ، ڪاسبي:** ص (ع) ڪسب ڪندڙ- هنرمند- پورهيت.

**ڪاسِني:** ث (ف) هڪ قسم جو گاهه ءِ ٻوٽو (پسار کي وکر طور ڪم اچي).

**ڪاسِنيو:** ذ. طنبوري سان گڏ وڄائڻ لاءِ هڪ ساز.

**ڪاسو:** ذ (ع) پيالو- وڏو جَمن. اناج پرن جو هڪ ماڻ (اندازاً سورهن سير). ڪِستو (فقيرن جو).

**ڪاسا ڪائي وڃڻ:** تمام گهڻو ڪائڻ- هيچ ڪرڻ.

**ڪاسڪ:** ذ. ڪاسي جي ماپ وارو ٿانءُ.

**ڪاسڪي:** ث. زميندار يا هاريس کان ملندڙ مقرر اَن جو اندازُ- ٺوڪي.

**ڪاسه ليس:** ص. پيالو چٽيندڙ. خوشامدي. لالچي. فيض حاصل ڪندڙ. گداگر.

**ڪاسي ڪروني:** ث. بچت سچت- پورت سورت. تنگيءَ واري گذران ۾ بچت.

**ڪاش:** حرف ندا (ف) شال!- ائين هجي! افسوس!

**ڪاشَ:** ث (سن) چمڪ- تجلو- جهرڪو.

**ڪاشانو:** ذ (ف) ننڍو گهر. جُهوپو. آستانو- ماڳ.

**ڪاشاني:** ذ. لقب. عهدو- درجو.

**ڪاشتَ:** ث (ف) کيتي- پوک- ٻني.

**ڪاشتگار:** ص. هاريو ڪندڙ- هاري- ڪڙمي. آبادگار.

**ڪاشفُ:** ص (ع) ظاهر ڪندڙ- کوليندڙ (راز يا ڳالهه).

**ڪاشي:** ث (ف) سرن ءِ ٿانون تي روغني گلڪاري وغيره جو هنر (جيڪو ڪاشان مان هتي پکڙيو). (سن) ڀارت ۾ هندن جو تيرٿ وارو شهر- بنارس.

**ڪاشيگرُ:** ص. ڪاشيءَ جو ڪم ڪندڙ هنرمند.

**ڪاظمُ:** ص (ع) غصو پيئندڙ- ڪاوڙ مارينڌڙ- بردبار- صابرين. (اسم خاص) امام موسي بن جعفر صادق جو لقب.

**كاغَذُ:** ذ (ف) پَنو- قِرطاس. ورق. چِٺي- خط.

**كاغذ پَرڻ:** ڏوهي ءِ فريادي ءَ جا بيان قلمبند ڪرڻ. داستان لکڻ.

**كاغذ جي بيڙي:** اڻ جٽادار شيءِ. فاني.

**كاغذ جي بيڙيءَ تي چاڙهڻ:** دوکو ڏيڻ. ڪچو ڪم ڪرڻ.

**كاغذ ڪرڻ:** خط يا چِٺي لکڻ. ڪنڌي يا حساب جي لسٽ ناهڻ.

**كاغذ لکي ڏيڻ:** قبضو ڏيڻ- دستاويز ڏيڻ.

**كاغذي:** ص. ڪاغذ جو. پني جهڙو. سنهو. اڇو.

**كاغذي بادام:** ذ. سنهي کَل وارو بادام جو هڪ قسم.

**كاغذي ثبوت:** ذ. لکت وارو ثبوت (قانون ۾).

**كاغذي گهوڙا ڊوڙائڻ:** خطپٽ لکڻ.

**كافُ:** ذ (ف) جبل- پهاڙ. مٿ- بيابان.

**كافَرُ:** ص (ع: ڪافِر) خدا کي نه مڃيندڙ. خدا جو منڪر. ڪفر ڪندڙ. نياڳو- بدبخت. معشوق- محبوب.

**كافر ادا:** ص. سهڻو- حَسين- معشوق.

**كافرائو:** ذ. گنهگار ٿيڻ جهڙو ڪم- خلاف شرع.

**كافِر ڪوٽ:** اسم خاص. ٺٽي ضلعي ۾ جهرڪن ويجهو ٻڌ ڌرم جو هڪ آڳاٽو قلعو شهر.

**كافِري:** ث. ڪفر. (ص) ڪفر سان نسبت رکندڙ.

**كافُور:** ذ (ف) هڪ قسم جو خوشبودار وڻ ۽ ان مان نڪتل سَتُ- ڪپور (ص) اڇو- سفيد.

**كافور ٿيڻ:** گم ٿيڻ- الوپ ٿيڻ. اُڏامي وڃڻ.

**كافُورجَڻ:** سُرهو ٿيڻ- واسجڻ.

**كافُوري:** ص. ڪافور مان ٺهيل ڪا به شيءِ. رنگ جو هڪ قسم.

**كافِي:** ص (ع) گهڻو. گهرج مطابق. بس.

**كافِي:** ث (انگ) چانهه وانگر هڪ قسم جو مشروب- قهوو.

**كافِي:** ث. (ع: قافيه) سنڌي نظم جي هڪ صنف- ڪلام. هڪ راڳ جو نالو. فقراءَ جي رهڻ جو آستان.

**كافِير:** ص. ڪافيون ڳائيندڙ.

**كاڪ:** اسم خاص "مومل- راڻي" جي داستان ۾ هڪ ندي (نئن) جنهن جي ڪپ تي مومل جو محلات هو.

**كاڪ ڪاري ڪرڻ:** ڳِلارو ڪرڻ- مهٽي هاب ڪرڻ.

**كاكاهو:** ذ. تڪليف- ڪشالو- ڏاڪڙو. اعتراض- ڦڏو.

**كاكَت:** ث (ع: طاقت) طاقت- سگهه.

**كاكرائڻ:** م. آني لاهڻ وقت ڪڪڙ جو آواز ڪرڻ- ڪرڪر ڪرڻ. ٻڪ ڪرڻ- ٻَخي هڻڻ. رينگو ڪرڻ (ٻار جو).

**كاكڙو:** ذ. ٺڙيءَ ۾ لٽڪيل چمڙو.

**كاكڙا سِنگهي:** ث. دوا سازيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ڇوڏي.

**كاكڙو پوڻ:** ڪاڪڙي جو لهي پوڻ. ڪاڪڙو لهڻ.

**كاكڙو ڪرڻ:** زور سان ڳالهائڻ. وات ڪرڻ- زباني جهيڙو ڪرڻ.

**كاكڙو ڪٽڻ:** لٽل ڪاڪڙي کي ڦوڪاري جي سانَ سان. يا دوا سان علاج ڪرڻ.

**كاكُلَ:** ذ (ف) چهري ڏانهن لٽڪندڙ وار- زلف.

**كاكو:** ذ چاچو. ننڍڙو ٻار. (ث. ڪاڪي).

**كاكيپوٽو:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**كاگُرُ:** ذ. ڪاغذ- پَنو. ورق.

**كاگَرُ ڪارا ڪرڻ:** گهڻو لکڻ. اجايا ڪم ڪرڻ.

**كاگَر ڪُٽو:** ذ. ڪاغذ يا پنا ناهيندڙ.

**كاگِري:** ص. ليکو چوکو لکندڙ. منشي.

**كاگِڙي:** ث. ڪاري ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**كاگِني:** ث. رَتي (وزن)- چٺوني.

**كالُ:** ذ (سن) وقت. موسم. موت. ڏکيو وقت. اٽاڻ. ڏڪار- قحط.

**كال پوڻ:** ڏڪار پوڻ- قحط پوڻ. اٽاڻ ٿيڻ (شين جي).

**كالَرُ:** ذ (انگ) قميص يا ڪوٽ جي گلي وارو حصو.

**كالِرا:** ث (انگ) هڪ قسم جي وچڙندڙ بيماري- وبا.

**كالِرو:** ص. ڪَلر وارو- ڪَلرائو. هڪ ذات جو نالو- ڪالِرا.

**كالَڪ:** ث (سن) ڪارو ٽِڪو. ڪاراڻ- ڪارَنهن.

**كالَڪان:** ث (سن) ڪالي ديوي. ڪالي ماتا جو آستان.

**كالَڪان ٻولڻ:** ڪشف ٿيڻ- اڳواٽ خبر پوڻ- پيشنگوئي ڪرڻ.

**كالَ ڪَنِجي:** ث. هڪ قسم جو ننڍڙو پکي- ڪان ڪنجي. (ص) ٻچڙي- بدصورت.

**كال ڪوٺڙي:** ث. اونداهي ڪوٺي. قيد. ڦاسيءَ جي ڪوٺي.

**كالَمُ:** ذ (انگ) صفحي جو هڪ حصو (مٿي کان هيٺ تائين).

**كالمنگار:** ص. ڪالم لکندڙ (اخبار وغيره ۾).

**كالَمي:** ث. ڪالم واري- ڪالم تي مشتمل (خبر وغيره).

**كالنَڙو:** ذ. راڳ جي هڪ سُر جو نالو.

**كالُو:** اسم خاص. ماڇيءَ جو نالو.

**كالُوتَڙ:** ث. بد چال عورت.

**كالُور:** ذ. مهاڻو- ميربحر.

**كالُورَنُ:** م.پاتيءَ کي لَڙ ڪرڻ.لبڻ- جهڳورڻ (پاتي).

**كالُوڙ:** ذ.پيڻ جي وڏي پاڙ.وڏو ڪم.

**كالُوڙو:** ذ.ڪاٺ جي وڏي پاٽ.

**كالُونِي:** ث (انگ) نئين آبادي- وسئن.

**كاله:** ظ (سن) گذريل ڏينهن- ڪلهه.

**كاله رات:** ظ.گذريل رات- اڳين ءَرات.

**كالِهو:** ص.چريو- چريٽ- ٻوڪ.

**كالِهوكو:** ظ. ڪالهه وارو- گذريل ڏينهن وارو. ڪالهه کان وني. پاروٿو (ڪاڏو)

**كالِهُوئو:** ظ.ڪلهه وارو- ڪالهوڪو.

**كالِي:** ث (سن) ڏرگا ديوي (جنهن تي هندو انسان جي قرباني ڏين).

**كالِيجُ:** ذ (انگ) اعلي درسگاهه (جنهن ۾ مٽرڪ کان پوءِ تعليم ڏني وڃي).

**كالِيجِي:** ص.ڪاليج ۾ پڙهندڙ.

**كامَ:** ث.ڇت اڏڻ لاءِ ڏگهي ۽ ٿلهي ڪاني- شهتير.لڪڻ (وهٽ هڪلڻ لاءِ).

**كامُون كوڙَنَ:** منزل انداز ٿيڻ- خيما کوڙڻ.

**كام:** ذ (ف) خواهش- آرزو- سڌ.ارادو- مقصد.

**كَامُ:** ذ (سن) عشق.شهوت.نفساني خواهش.

**كامديُو:** ذ.عشق جو ديوتا.

**كاما:** ذ (انگ) جملي ۾ معمولي وقفي جي هڪ نشاني (،).

**كامارو:** اسم خاص. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ يا شهر ۽ اسٽيشن جو نالو (جتي سنڌ جي عارف شاعر پير محمد اشرف جي مزار آهي).

**كامرانُ:** ص (ف) ڪامياب- سوڀارو. خوشنصيب- سڀاڳو.

**كامراني:** ث.فتحمندي.سڀاڳائي.ڪاميابي.خوشنصيبي.

**كامُرُوپ:** ذ.هنيلو- ضدي.لُنڱو.

**كامريڊ:** ذ.ساٿي- رفيق.ڪميونزم جو حامي يا ڪارڪن.

**كامريڊي:** ث.ننڍي پئماني تي سياست بازي.

**كامڙيو:** ص.ٻني ٻاري يا ڪنهن ٻي ڪَتڻ وارو مزور.

**كامگار:** ص (ف) سڀاڳو- خوشنصيب. زراعت کاتي جو هڪ ملازم (جيڪو پوکن جي جنسن جي نظرداري ڪري).

**كامِلُ:** ص (ع) مڪمل- پورو- سالم. سڄو سارو. جملي- سمورو.پڪو- مضبوط.عرف- خدا وارو.

**كامنا:** ث (سن) خواهش- سڌ.تمنا.دل جي مراد.

**كامَنُ، كامِنُ:** ذ. جادو- سحر.پڙهيا- دوهه. شاديءَ وغيره جي رسمن جو ساٺ سَوڻ.

**كامَنَ هور:** ص.ڪامڻ ڪندڙ- جادوگر.

**كامِنَ:** ث.ڪامِني- عورت.

**كامِني:** ث. نازڪ ۽ سهڻي عورت. بيحد محبت ڪندڙ عورت. ڪامڻ (جادو ٽونو) ڪندڙ عورت.

**كامو:** ذ.هڪ قسم جو جهنگلي وڻ (لوهيڙي جهڙو).

**كاموڏ:** ث.هڪ راڳڻيءَ جو نالو.هڪ سُر جو نالو.

**كامورَپ:** ث.عملداري- آفيسري.

**كامورو:** ذ.سرڪاري ملازم (جيڪو حڪومت جي ڪمن جي نگراني ڪري).

**كاموري:** ذ.ث.ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**كامولَ:** ذ.اعلي درجي جي چانورن جو هڪ قسم.

**كاموهِي:** ث.ٻسارڪي وکر ۾ ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي.

**كامَهَ:** ث.ڏکڻ اولهه ڪُنڊ کان لڳندڙ هوا.

**كامِي:** ذ. شهوتي- نفس پرست. ڪم وارو- ڪم ڪندڙ. ڪامورو- عملدار.نوڪر- خادم.

**كامِيابُ:** ص (ف) فتحمند- سوڀارو. پاس (امتحان يا آزمائش ۾).

**كاميابي:** ث.سوڀ- فتحمندي.

**كاميڊِي:** ث (انگ) اهڙو ڊرامو يا قصو. جنهن جو انجام خوشيءَ وارو هجي.مزاحيه قصو يا ناٽڪ.

**كاميلو:** ذ.ڪوس گهر- مقتل.ڪنارو- ڪنڌي.

**كانُ:** ذ (سن: ڪاند) ڪاني مان ٺهيل تيرُ (سڃي سَر ۾ لوهي ڇهنب هڻي ٺاهيل تيرُ).

**كانا:** ذ.پوک جا ڳڻا. پوک جا سُڪل ڪانا. سُڪل ڪانن وارو گاهه.

**كانارِيو:** ص.تير لڳل- ڪانُ سان ماريل.

**كانا قُوسِي:** ذ.ڪَنن جون ڳالهيون- سُنر ڦُس.

**كانبَ:** ث.ڪنبو.

**كانبو:** ذ. ڪُلهن کان چيله تائين ٻُنن پاند ڪپڙو ٻڌي ٺاهيل جهولي (جنهن ۾ لُٽل گاهه يا وَلِ وجهجي).

**كانبو ٻَڌَنَ:** ميڙ چونڊ ڪرڻ.جيڪي ملي سو جهوليءَ ۾ وجهڻ.

**كانبو ٻَڌي كَڍِ پوڻَ:** لاهي پاهي پٺيان پوڻ.

**كانبَ:** ث.گوڏا ٻيا ڪري ويهڻ لاءِ چيله کان ورائي ٽنگن سان ٻڌل

ڪيڙو (گهڻو وقت ويهڻ لاءِ گهڻو ڪري ڪانپ ٻڌن).

**ڪانپَ ڪڍڻ:** ڪانپ ٻڌي ويهڻ. هڪ مَنو تي ويهڻ. نهي نڪي ويهڻ.

**ڪانپو:** ذ. جهولي (گاهه يا ڪک ڪانن جي). ٻَروٽڙي (گاهه جي).

**ڪانپُو:** ص. بردبار- ڪانڌ وارو. سَبر- سگهارو.

**ڪانپُوري:** اسم خاص. ڪوهستان جي هڪ ٽڪريءَ جو نالو.

**ڪانتا:** ث. (سن) پياري- محبوبہ. سُهڻي عورت.

**ڪانترو:** ذ. ٻيڙيءَ جو سڙهه.

**ڪانتيري:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڪانٽو:** ذ. ننڍي ساهمي- ٽڪڙي. ساهميءَ جي سُئي. تور جي وڏي ساهمي. واچ يا گهڙيال جي سُئي. ريل جي پٽي بدلائڻ جو اوزار. ڪاڏي ڪائڻ لاءِ نوڪدار چمچو. وارن ۾ هڻڻ يا قميص چولي وغيره کي قابو ڪرڻ جو ڪانٽو.

**ڪانٽو مَٽائڻ:** هڪڙي وات ڇڏي ٻي وات وٺڻ. رخ تبديل ڪرڻ.

**ڪانٽن ۾ تُري وڪامڻ:** تمام مهانگو هئڻ.

**ڪانپَ:** ث (انگ: ڪئمپ) ڇانوڻي (لشڪر جي).

**ڪانپو:** ذ. صرفو- قناعت.

**ڪانجي، ڪانجهي:** ث. چانورن جي پيچي. ڪپڙن کي ڪلف ڏيڻ لاءِ پيچ.

**ڪانجي ڪوٽ:** اسم خاص. سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد تي هڪ آڳاٽي قلعي شهر جو نالو.

**ڪانجهو:** ص. ڪنجهي مان نهيل تانءُ.

**ڪانچَ:** ث. سُٿڻ- سلوار.

**ڪانچَ لاهڻ:** بزدلي ڏيکارڻ- گيدي ٿيڻ. خواري ڪرڻ.

**ڪانچ موڙ ڪرڻ:** نٺائڻ- ناروڪرڻ.

**ڪانچَ:** ذ. شيشو- ڪاٿو- ڪَچ.

**ڪانچو:** ذ. بدڪ جي جنس جو ڊانڊي پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪانچوئو:** ذ. چولي- ڪنجري.

**ڪانڌَ:** ذ (سن: ڪانت) مڙس- ڀتار- وَرُ.

**ڪانڌي:** فوتيءَ جي جنازي جي ڪفن دفن ۾ شريڪ.

ڪانڌي ڪارتي: ذ. سرپرست- مربي- واهرو.

**ڪانڌارڻ:** م. چونگ ڏيڻ- مهميز ڏيڻ.

**ڪانڌپو:** ذ. ڪانڌين ۽ فوتيءَ جي گهر وارن کي فاقو ٽوڙائڻ جي ماني.

**ڪانڌڙا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪانڌين مُوڙهو:** ذ. بدبخت- نياڳو- نامُراد.

**ڪاندارَ:** ث. لڱن ۾ ڏڪڻي (ڊپ يا ڪاوڙ ۾).

**ڪاندارجڻُ:** م. لڱن ۾ ڏڪڻي ٿيڻ (ڊپ يا ڪاوڙ کان). جسم جا وار اُڀا ٿيڻ. بدن ۾ سيسراٽ ٿيڻ (ڪنهن واقعي يا حادثي ڏسڻ سان).

**ڪاندارڻ:** م. سخت ءَڪڙو ڪرڻ- اُبر ڪرڻ. ڊپ ۾ وجهڻ.

**ڪاندارو:** ذ. پنيءَ جي ڪنڊيوارو (جانور).

**ڪانداريَل:** ص. ڪاوڙيل- جوش ۾ آيل. جسم جا وار اُڀا ٿيل.

**ڪاندائي:** ث. اگرن ٻرڻ يا باهه جي تيزي. ڏيتي ليتيءَ ۾ سختي. اَنَ جي مهنگائي.

**ڪاندو:** ص. ڪَنڊن وارو (وڻ، ٻوٽو). ٻلي يا مڇيءَ جو ڪنڊن وارو ڏيپاسو.

**ڪانديارو:** ذ. ڪجهه وڌيڪ- سرس. بهتر- موچارو.

**ڪانديرو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو. هڪ ذات جو نالو. ماتهرءَ جو نالو.

**ڪانديرو درخت هئڻ:** لائق جي اڻهوند سبب نالائق نوازجڻ.

**ڪانديري:** ث. ٻوٽي جو هڪ قسم.

**ڪانڌَ:** ث. نينڊ- ڪوٺ- سَڏ- دعوت (شادي وغيره جي ڪج جي). اطلاع- سَڏ.

**ڪاندائڻ:** م. سڏ ڏيڻ- ڪوٺ ڏيڻ- دعوت ڏيڻ.

**ڪانڊَر:** ث. وڏائي. ٻيٽ- آڪڙ. جوش- ڪاوڙ.

**ڪانڊو:** ذ. ڪوٺ ڪندڙ- ڪاند پهچائيندڙ. دعوت ڪندڙ.

**ڪانرو:** ذ. آبي پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪانڙو:** ذ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**ڪانڙي:** ث. پِرت جو هڪ قسم.

**ڪانڙيو:** ذ. لاباري وقت ڪانا لُڻندڙ مزور.

**ڪانَس:** ث. پکي اڏاوت ۾ ڇت، درن ۽ درين جي سُهڻائيءَ لاءِ ڪنگرن واري پٽي.

**ڪانسُ:** ذ. ڪنگڻي- چُوڙي.

**ڪانسٽيبُل:** ذ (انگ) پوليس جو سپاهي.

**ڪانسي:** ث. ڪَنجهو (ڌاتو).

**ڪانفرَنس:** ث (انگ) مشاورتي پروگرام. علمي ادبي، سماجي يا ثقافتي پروگرام.

**ڪانڦُلُ:** ذ. هڪ ٻوٽو، جنهن جا ٻج ۽ ڦرُدوا طور ڪم اچن.

**ڪان ڪان:** ث. ڪانوَن جو آواز.

**ڪانڪڙو:** ذ. درياءَ يا سمنڊ جي پکيءَ جو هڪ قسم. سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم. سپيءَ جهڙي سخت ڍڪ سان جيت جو هڪ قسم.

**ڪان ڪُنڇي:** ث. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪانگَ:** ذ. ڍگهو خط. ڍگهي خبر چار. تڪڙو پيغام.

**ڪانگُ:** ذ. هڪ مشهور پکي- ڪانءُ- ڪيانتو- زاغ. (ص) ڪانءُ جهڙو حرفتي. چالاڪ.

**ڪانگَ اُڏائڻ:** پيغام موڪلڻ. ڪنهن جي اچڻ جي انتظار ۾ ڪانگ اُڏائڻ جو سوڻ ڪرڻ.

**ڪانگَ ٽڙو:** ص. پوک تان پکي هڪليندڙ- جهار هڪليندڙ. جهار کي ڊيڄارڻ لاءِ ڪپڙي جو ٺهيل بوتو (جيڪو بنيءَ ۾ ٽنگي ڇڏجي)-اوڙو.

**ڪانگ پيرو:** ذ. پرت جو هڪ قسم.

**ڪانگريس:** ث (انگ) نمائندن جي گڏجاڻي. پارٽي- انجمن- تنظيم.

**ڪانگڙو:** ڪاغذ جو لغڙ- پتنگ.

**ڪانگ ڪڍڻ:** گهڻي اُڪير هئڻ. انتظاريءَ ۾ گذارڻ.

**ڪانگ ڪڍي ويهڻ:** ڳالهه کي ڊيگهه ڏيڻ.

**ڪانگلُ:** ذ. ڪانءُ- ڪانگ.

**ڪانگ لَنوڻ:** ڪانگ جو ٻولڻ. مهمان اچڻ جي خبر ملڻ.

**ڪانگو:** ذ. ڪانگ. ڪانءُ. قاصد.

**ڪانگور:** ذ. گاهه جو هڪ قسم- ڪچو ٽڙ.

**ڪانگورو، ڪانگيرو:** ذ. گهڻن ڪانون جو گڏ ٿي 'ڪان ڪان' ڪرڻ. ڪانون جو لَڙ.

**ڪانگڙ:** ث. جُوئر جو هڪ قسم. لاباري ڪرڻ پوءِ پوک جون باقي رهيل ڪُتون ءَ ڪانا وغيره.

**ڪانگڙي:** ث. ڪٺڪ جي تيلي- ڪانو. جواهرات تورڻ جو هڪ ننڍو تورو. ڪانگ جي مادي.

**ڪانگني:** ث. وَل جو هڪ قسم- رَتي. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر.

**ڪانگهاري:** ث. کير سُڪائي ويل چوپائي. گهڻو وقت ڏهڻ ءَ کان پوءِ وهڪي ويل چوپائي- ڪانگهاري.

**ڪانوَ:** ذ. ڪانگ- ڪانءُ.

**ڪانوَ جي اک نڪرڻ:** سخت گرمي هئڻ- نهڻو اُس ٿيڻ.

**ڪانوَ جي ڇُهنب ۾ موڪلڻ:** تمام جلد موڪلڻ.

**ڪانولي:** ث. مادي ڪانءُ- ڪانگڙي.

**ڪانو:** ذ. ٻاجهري. جوئر وغيره جو ڳنو. سَرَ جو تيلو. زمين جي ماپ جو ڪانو. ساهميءَ جو ڳن (جنهن جي پچڙين ۾ پڙ ٻڌجن). تاجيءَ کي سڌي بيهارڻ جي ڪاني (ڪورڪي ڪم جو اوزار).

**ڪانو ڪَڄَڻ:** قبر جي کوٽائيءَ لاءِ ميت جي ڪاني سان ماپ ڪرڻ.

**ڪانو سج چڙهڻ:** سج اُڀرڻ کي ڪلاڪ کن گذرڻ.

**ڪانو سوارڻ:** مُجهل تاجيءَ کي صفا ڪرڻ.

**ڪانو ڪنڻ:** ڳلا ڪرڻ- ننداڪرڻ.

**ڪانواءِ:** ذ (انگ) قافلي جي صورت ۾ گاڏين جي روانگي- گاڏين جو قافلو.

**ڪانُوجَهرو:** ذ. وارڪس ٿيندڙ هڪ قسم جي بيماري.

**ڪانوري:** ث. ڳئون جي رنگ جو هڪ قسم (پيلي رنگ کان وري ڳاڙهي رنگ تي آيل).

**ڪانويرو:** ذ. ڪانون جي 'ڪان ڪان'- ڪانگيرو.

**ڪانويلو:** ص. وات ڦاٽو- اجايو ڳالهائيندڙ. بَڪ بَڪيو.

**ڪانهَ:** ظ. ڪٿي- ڪيڏانهن- ڪهڙي هنڌ.

**ڪانهن:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جي ڪاني مان قلم ٺاهجن)- سَچو سَرُ. گاهه جو هڪ قسم.

**ڪانهرو، ڪانهلو:** ص. هيٺو- ڏٻرو. سست- ڪاهل- ٿوٽي. ڏڪويل. نرم دل.

**ڪانهين:** ث. ڪٺڪ جي وَل. گاهه جو پاڪرڪَن.

**ڪانهيو:** ذ. ڪينو- چڙو- سڪنو. پڪي سر.

**ڪانءُ:** ذ. هڪ مشهور پکي- ڪانگ- ڪيانتو- زاغ. (ص) ڏاهو. سيانو. چالاڪ.

**ڪانٺَ:** ث. اَن جي پنڊ جو هڪ قسم.

**ڪانئر:** ص. ٻزدل- ڊڄڻو- گيدي. ڪاهل- ٿوٽي.

**ڪانئرپڻو:** ذ. ٻزدلي. ڪاهلي.

**ڪانئرو:** ذ. سست- غافل. ڪنئر.

**ڪانئل پيرُون:** ذ. هڪ ٻوٽي جو قسم (جنهن جو ٻج پسارڪي وکر طور ڪم اچي).

**ڪانئون:** ص. ڳڻتيءَ ۾ تعداد جي پڇ- ڪهڙو نمبر- ڪهڙو.

**ڪانئين:** ث. پ ج. شڪست- هار. ننڍڙاءَ- ٿارو. چُپ چُپات.

**ڪانئين ڪڍي ويهڻ:** ٺٺائي ويهڻ- گسائي ويهڻ.

**ڪاني:** ث. سَرَ جو تيلو- ڪانو. ڪنهن جي ڪاني مان ٺهيل تير. ٽڙ ٽڙي. ڪنهن جي ڪاني مان ٺهيل ڦوڪ سان وڄائڻ وارو ساز (ڪاني ٻانسري). سُرمي پائڻ لاءِ سَرائي. ساهميءَ جي ڳني.

**ڪاني ڪَرامت:** ث. ڪرشمو. تعجب انگيز ڳالھ.

**ڪاني هڻڻ:** پاراتوڏيڻ- پِٺَ هڻڻ.

**ڪانيارو:** ص. ڪاڻ وارو- اَڻپورو. گهٽ- ڪَسو. عيبدار. مَياري. گُهرجائو- ضرورتمند. (ث. ڪانياري).

**ڪانيرو:** ذ. هڪ قسم جو ڍانديڙ پکي.

**ڪانيهو:** ذ. قاصد- نياپو رسائيندڙ.

**ڪاڻَ:** ث. ڪَمِي- کوٽ. تور ۾ گهٽتائي- ڪَسُ. ڪَسَر. نقص- عيب. گُهرج- ضرورت- حاجت. پرواھ- غرض.

**ڪاڻ ٻَڌڻ:** تارازيءَ جي هلڪي پاسي ڏانهن اڳڙي ٻڌڻ- تارازيءَ جو وزن پورو ڪرڻ.

**ڪاڻ رهاڻ:** ث. سنگت- دوستي. ڏيٺ- واقفيت.

**ڪاڻَ ڪَڍِڻ:** پرواھ ڪرڻ- غرض رکڻ. سانگو ڪرڻ- لحاظ رکڻ.

**ڪاڻ ڪرڻ:** ساهميءَ ۾ کوٽ رکڻ.

**ڪاڻ لهڻ:** غم لهڻ- ڏک ڏور ٿيڻ.

**ڪاڻيون ڪڍڻ:** احسان ڪڻڻ. محتاجي ڪڍڻ.

**ڪاڻامُوني:** ث. لاڏ- ماتو. انگل- نخرو. چالاڪي- حرفت. انڪار- نهڪر.

**ڪاڻوڏو:** ذ. ڪاڻ وارو- محتاج- حاجتمند.

**ڪاڻِيارو:** ص. عيبدار. مياري- حرفي. ڳِلارو. داغدار. مهڻي هاب. غرضمند. (ڪاڻياري).

**ڪاڻڪو:** ص. ڪڻڪ جهڙو- گندمي- ڪڻڪ رنگو.

**ڪاڻو:** ص. عيبدار. هڪڙي اک وارو- يڪ چشم. (ث. ڪاڻي).

**ڪاڻي کي ڪاڻو نہ چوڻ:** ڪنهن جا عيب ثواب ظاهر نہ ڪرڻ.

**ڪاڻِي:** ث. جوئر جو هڪ قسم.

**ڪاڻِي ڪوڏِي:** ث. ڀڳل ڪوڏي. تمام ٿوري ذري.

**ڪاڻِيو:** ذ. ڪُتي جو ڇيرڻ ڦاڙڻ وارو تکو ڏند. اُن جي ڏاڻ.

**ڪاوَڙ:** ث. چِڙ- غصو. ناراضگي- رُسامو. رنج.

**ڪاوِڙائڻُ:** م. چيڙائڻ- چڙ ڏيارڻ. ڏمرائڻ. ناراض ڪرڻ. رُسائڻ. رنجائڻ. ڪاوڙ ڏيارڻ.

**ڪاوِڙِڻُ، ڪاوِڙجَڻُ:** م. ڏمرجڻ- ناراض ٿيڻ. ڪاوڙ ڪرڻ. رُسڻ. رنجڻ.

**ڪاوِڙيَلُ:** ص. ڏمريل- ناراض- چڙيل. رُٺل.

**ڪاوِش:** ث (ف) تلاش- ڳولا. جستجو. جاکوڙ. دشمني- رنج.

**ڪاهَ:** ث. جَلھ- حملو- يورش. هلڻ- ڌوڪ. اوچتي چڙهائي.

**ڪاهِلُ:** ص (ع) سُست- آرسي- ٿوني. ڪم چور. ٽَڪل. هيٺو- ڏٻرو.

**ڪاهِلي:** ث. سُستي- آرس. ڍرائي.

**ڪاهِنُ:** ذ (ع) غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ. پيشنگوئي ڪندڙ. بتخاني جو وڏو پوڄاري.

**ڪاهِڻُ:** م. ڪاھ ڪرڻ- حملو ڪرڻ. چڙهائي ڪرڻ- لشڪر ڪشي ڪرڻ. اوچتو حملو ڪرڻ. هلڻ- اڳتي ڌوڪڻ. پنڌ ڪرڻ. منزل ڏانهن هلڻ. هڪلڻ (چوپايو جانور).

**ڪاهي ڪَڍِ پوڻ:** ڏاڍو تنگ ڪرڻ- مَڃڏ تي لڳڻ.

**ڪاهُو:** ص. ڪاھ ڪندڙ- حملو ڪندڙ. مددگار- پٺيرو. ڇڪيندڙ.

**ڪاهُو تي ويهڻ:** ثابت قدم ٿي ويهڻ. ضد ٻڌي ويهڻ.

**ڪاهُو:** ذ. هڪ قسم جو ٻج (پسار ڪو وکر)- تخم ڪاهو.

**ڪاهُوءَ جو دڙو:** اسم خاص. ميرپور خاص پرسان هڪ آڳاٽي ڦٽل شهر جو نالو.

**ڪاهو ڪاھ:** ذ. ڌوڪ ڌوڪان- جَلھ- اُلر.

**ڪائِناتَ:** ث (ع) مخلوقات. دنيا- عالَم. جڳ جهانُ. سنسار.

**ڪائو:** ذ. شيشو- ڪاچ. آرسي. ڇت ۾ ڪم مَٿان رکڻ جي ٺڪري ڪاني. سمنڊ ۾ وير جي لاٽ. درياءُ ۾ پاڻيءَ جي لاٽ يا ڇينهرو.

**ڪائو ڏيڻ:** لاٽ ڪرڻ. لهڻ. گهٽ ٿي وڃڻ (تپ وغيره).

**ڪائو ڪَچُ:** ذ. ڪوڙو يا ڪچو شيشو (موتي جواهر نہ). ڪوڙو- ڪوٽو.

**ڪائُونٽَر:** ذ (انگ) هوٽل. دڪان وغيره ۾ رقم جي ڳڻپ وارِي ميز يا تختو- آسڻ.

**ڪائُونسَل:** ث (انگ) مشورو- صلاح. رٿا- منصوبو. ٻئي ملڪ ۾ پنهنجي ملڪ جي حقن جي حفاظت لاءِ آفيسر.

**ڪائُونسلرُ:** ذ (انگ) مشير- صلاحڪار. ڪائونسل جو رُڪن.

**ڪائِي:** ث. هندو لوڪن ۾ مڙدي کي مساڻ ڏانهن کڻي وڃڻ لاءِ ڪکن ءِ ڪانين مان ٺهيل ارٿي.

**ڪائِيلُ:** ذ. پيٽ ۾ ويل ڪاڏي جو سٽيو جُزو.

**ڪائِين:** ث. انڪار- نابري. باراتي راند ۾ گوهي.

**ڪائِين ڪرڻ:** انڪار ڪرڻ. پُٺ ڏيڻ. گوهي ڏيڻ.

**ڪايا:** ث (سن) بدن- جسم- بُت. ڏِيلُ- هاني. شڪل- صورت. اصليت.

**ڪايا پَلَٽ:** ث. جسم جي تبديلي. انقلاب. ڦيرو (حالتن جو).

**ڪايا ڪَکورجَڻ:** جوانيءَ جا آثار ظاهر ٿيڻ- ڳالار ٿيڻ.

**ڪايا ڪَلپ:** ذ. يوناني دوائن (آيرويد) وسيلي بدي جو جوان

ٿين وارو طريقو يا حالت.

**کايا مايا:** ث. مال ملڪيت. هستي مستي.

**کايا ۾ ويچار ٿيڻ:** بيمار ٿيڻ.

**کايو:** ذ. ڪائو (چتم وجهڻ جي ڪاني) - داسو.

**ڪَبابُ:** ذ (ف) سيخ تي چڙهيل قيمو (جيڪو ٽانڊن تي پچي). (ص) پڪل. تمام گهڻو پڪل - سڙيل.

**ڪَباب چيني:** ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسار ڪو وکر.

**ڪباب ڪرڻ:** پچائڻ. ساڙڻ - جلائڻ.

**ڪبابي:** ص. ڪباب ناهي و ڪندڙ.

**ڪَبت:** ث. نظم جو هڪ نمونو - منظوم بند.

**ڪَبت ڪرڻ:** ڊگهو شعر چوڻ. داستان ٺاهڻ. قصو ڪرڻ.

**ڪَبتائي:** ذ. شاعر.

**ڪِبرُ:** ذ (ع) وڏائي - بزرگي - شان. اميري. غرور - تڪبر. پيري - وڏپڻ.

**ڪُبريٰ:** ص (ع) "اڪبر" جو مؤنث. تمام وڏي

**ڪِبريا:** ذ (ع) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. بزرگي - عظمت - وڏائي.

**ڪبريائي:** ث. مٿانهون درجو. عظمت.

**ڪَبَڪُ:** ذ (ف) چڪور (پکي). هڪ قسم جو وڏو تِتر (جنهن جي چهنب ۽ پير ڳاڙها ٿين).

**ڪَبَڪ رفتار:** ص. چڪور وانگر هلندڙ. نازسان هلندڙ - ٽلندڙ.

**ڪَبُوتَرُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو مشهور پکي.

**ڪبوتر باز:** ذ. ڪبوتر داريندڙ يا ڪندڙ.

**ڪبوتربازي:** ث. ڪبوترن اُڏائڻ جو ڌنڌو.

**ڪبوتر خانو:** ذ. ڪبوترن جي رهڻ جي جاءِ - ڪابڪ. مسافر خانو.

**ڪَبُوتري:** ث. ڪبوتر جي مادي. سنهي ۽ نانچو عورت.

**ڪَبُود:** ص (ف) نيرو - آسماني - بلو.

**ڪَبيرُ:** ص (ع) وڏو - بزرگ. جوان. شريف ماڻهو. سردار. پندرهين صدي ۽ جو هڪ مشهور درويش شاعر. جنهن جا دوها مشهور آهن.

**ڪَبير پنٿي:** ذ. ڀڳت ڪبير جو مريد يا پوئلڳ.

**ڪَبِيرو:** ص. وڏو - سخت (گناهه).

**ڪُبُ:** ذ. پيريءَ جي ڪري يا ڪنهن بيماري سبب پٺيءَ جو ڏنگَ - ڏڪَ. گهب.

**ڪَبات:** ذ. ڪبٽ - الماري.

**ڪَباڙُ:** ذ. ڀڳل ٽٽل ڪاٺ جو سامان.

**ڪَباڙي:** ص. ڀڳل ٽٽل ۽ پراڻو سامان وڪڻندڙ.

**ڪُبائڻ:** م. ڪبڙو ٿي هلڻ. ڪب ڪڍڻ - نمي وڃڻ. گوڏنات ڪرڻ.

**ڪَبٽُ:** ذ. ڪاٺ جي الماڙي.

**ڪَبِتي، ڪَبَڊي:** ث. هڪ قسم جي راند - ڪوڏي ڪوڏي راند.

**ڪُبُڊَ:** ث. بدتميزي - گستاخي.

**ڪُبڊيا:** ث. ڪپٽ - ٺڳي - دوکو.

**ڪَبَرُ:** ص. هيڻو - ضعيف - اپرو.

**ڪَبَر:** ث. هڪ قسم جو مشهور پکي.

**ڪُبر:** اسم خص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪَبرو:** ص. ڪارن چٽن وارو (جانور) - چٽڪمرو.

**ڪُبُڙو:** ص. جنهن جي پٺيءَ ۾ ڪب هجي - ڳُڪو.

**ڪَبَل:** ث. راند جو هڪ قسم - وڏ ڪَبل - ڪوڏي ڪوڏي.

**ڪَبو:** ذ. ٿورو ڪسارو - ٻاڙو (پٽي).

**ڪُبو:** ص. ڪُبڙو - ڳُڪو. گهب پيل. (ذ) قبو. (ث. ڪُبي).

**ڪُبيلي:** ذ. بي يار و مددگار - بي سهارو. (ث. ڪُبيلياتي).

**ڪُپُ:** ص. نياڳ يا بدبختي آڻيندڙ شيءِ. مصيبت - آپدا.

**ڪَت:** ث. ڪتن جو ٽڳ. ڪتن جي لڳ ڪرڻ جي مُندَ.

**ڪَتُ:** ذ (ع: قَط) قَط - وِڍ. قلم جو وَڍ. زمين تي نشان ڪرڻ لاءِ ڪوڏر جو ٽپ.

**ڪَتُ وجهڻ:** وِڍ ڏيڻ. ڪَپ هڻڻ (ڪوڏر سان).

**ڪُت:** ث. تمام سنهاءَ ننڍڙا جيت (جيڪي ڏسجڻ ۾ نا چِڻ ۽ جسم تي چڪ هڻن). وٽن جي پٺن جي سنهي ٻج.

**ڪُت خلق:** ث. عام ماڻهو. رواجي ماڻهن جو ميڙ. تمام گهڻا ماڻهو.

**ڪِتابُ:** ذ (ع) لکت. نوشتو - تحرير. پُستڪ. نسخو - مسودو. رسالو. وَهي - رجسٽر.

**ڪتاب الاهي:** ذ. خدا جي طرفان ڪنهن پيغمبر تي نازل ٿيل ڪتاب - الهامي ڪتاب (توريت. انجيل. زبور. قرآن).

**ڪتاب تي چڙهڻ:** رجسٽر ۾ لکجڻ. ڪتي ۾ درج ٿيڻ. حساب ۾ لکجڻ.

**ڪتاب ڪڍڻ:** ليکو ڪرڻ - حساب ڪرڻ. اوتايون ظاهر ڪرڻ. اعتراض ڪرڻ. ڏورايو ڏيڻ.

**ڪتابَت:** ث (ع) لکت - تحرير. ڪاپي نويسي - اُتارو.

**ڪِتابي:** ذ. ڪتاب وڪڻندڙ. صاحبِ ڪتاب. پڙهيل لکيل (ص) ڪتاب جو.

**ڪتابي ڪيڙو:** ص. گهڻو مطالعو ڪندڙ - گهڻو پڙهندڙ.

**ڪتابي مُنهن:** ث. ويڪرو مُنهن - ڪليل مُنهن.

**ڪَتانُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو نفيس ڪپڙو.

**ڪَتائي:** ث. ڪتڻ جي مزوري يا اجورو.

**ڪَتائڻُ:** م. ڪپهه مان سُٽ نهرائڻ.

**ڪُتائي:** ص. ڪتڏ ريندڙ- ڪتاوڙهائيندڙ.

**ڪَتَبُ:** ذ. ڪم- فعل. هنر. پاڪڙي جي هڪ ڪاني.

**ڪَتب اچڻ:** ڪم اچڻ- ڪم ۾ اچڻ. فائديمند ٿيڻ.

**ڪَتبائتو:** ص. ڪتب ايندڙ. ڪمائتو- ڪم جهڙو.

**ڪُتُبُ:** ذ (ع) "ڪتاب" جو جمع.

**ڪُتبخانو:** ذ. لئبرري- ڪتب گهر. ڪتابن و ڪڻڻ جو دڪان.

**ڪُتب فروش:** ص. ڪتب وڪڻندڙ.

**ڪَتبو:** ذ (ع) يادگار طور پٿر تي اڪريل تحرير (جيڪا مزار، مقبري، درگاه، مسجد يا ڪنهن آثار تي هجي).

**ڪَتجڻ:** م. ڪتجي تيار ٿيڻ (ڪپهه وغيره). گرم ٿيڻ- تپڻ (چڪين وغيره ۾).

**ڪَتخُدا:** ذ. گهر جو مالڪ- خاوند- پتار.

**ڪَترَ:** ذ. ٿڌ (اناج جا)- ڪڏا- ٿوٽڙ. بوسو.

**ڪَترَ چائڻ:** ٻڦاپڙڻ. اجايو متو مارڻ. باريڪ بيني ءَ سان جاچڻ.

**ڪَترَ:** ث. ڪئنچي. ڪپڙي جون بچيل ٽڪريون. چانگ. ڪاٽ- ڪٽ ڪوٽ. ڪمي.

**ڪَتر، ڪُتر:** ث. سائي يا سُڪل گاهه جي ڪَتر (جيڪا مال جي چاري طور ڪم اچي). سوپارين جو چورو.

**ڪُتر ٿيڻ:** ذرا ذرا ٿيڻ. ڪنهن جي در تي ڪهڙي گهڙي وڃڻ. جهجهائي ٿيڻ.

**ڪُترجڻ:** م. وڍجي ذرا ذرا ٿيڻ. ڪٽي ڪان ڪاجڻ (ڪاني، ڪپڙو وغيره).

**ڪَترُڙي:** ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم- پوپٽ ٻوٽي.

**ڪَترڻ:** م. وڍڻ (ڪئنچي ءَ سان). ذرا ذرا ڪرڻ.

**ڪُترڻ:** م. ڏندن سان ڪٽڻ. ٽڪڻ. ڪٽي جو ٽڪڻ. وچان ڪجهه رقم ڪڍي ڇڏڻ.

**ڪَترني:** ث. ڪئنچي- مقراض.

**ڪَترو:** ذ. مڇي پلي جو بيرو. ڳيو.

**ڪَتري:** ث. مرون جو نيش هڻڻ. ڏاند جي سڱ جو زخم. ٿونو.

**ڪَتري هڻڻ:** دغا ڪرڻ. خيانت ڪرڻ. او چتو ڌڪ ڪڍڻ.

**ڪَترو:** ذ. عورت جي ڪرائي جو ڳهه- ڪنگڻ- چوڙو.

**ڪُترو:** ذ. آڏاتي جي هوديءَ ۾ قرندڙ اوزار (جيڪو نارڪي ڏکي).

پرت جو هڪ قسم.

**ڪتڪت، ڪتڪتائي، ڪتڪتوڻي:** ث. ڪڇ يا پيٽ ۾ آڱرين جي ڇهاءَ سان ڪلائيندڙ احساس.

**ڪتڪتائڻ:** م. ڪتڪتائي ڪرڻ. وندرائڻ- ڪلائڻ.

**ڪُتڪو:** ذ. مهرو. سٽڻ يا ڪٽڻ جو مهڙو.

**ڪَتَلَ:** ث. کجور- خرمو.

**ڪَتڻُ:** م. اُٽ ذريعي ڪپهه، ڏاس وغيره مان تند ناهڻ. سُٽ ناهڻ.

**ڪَتناڻي:** ث. ڪتڻ مهل ڏاس ويڙهڻ واري ڪاني.

**ڪَتني:** ث. ڪَتڻ جو نمونو. ڪَتڻ جو اجورو.

**ڪُتو:** ذ. هڪ مشهور گهرو جانور- سگ. بندوق جو گهوڙو.

**ڪُتا ٻجائڻ:** سزا ڏيڻ- ڇٽ ڪرڻ.

**ڪُتو پوٺڪڻ:** بڪواس ڪرڻ- اجايو ڳالهائڻ.

**ڪُتن هاب ٿيڻ:** خراب حالت ۾ ٿيڻ. بي عزت ٿيڻ.

**ڪُتي پلي ڪان لوهه (سُڪ) هڻڻ:** سخت چو ڪسيءَ هيٺ هئڻ. نهايت سو گهو ءِ مضبوط هئڻ. مخفي هجڻ.

**ڪُتي پٽو:** ذ. ڳهه جو هڪ قسم. اُن جي مُرني ۾ بدل چير.

**ڪُتي جي موت مرڻ:** بڇڙي حالت ۾ مرڻ- تمام ذليل ٿي مرڻ

**ڪُتي ڇاپ:** ص. نقلي- عام رواجي.

**ڪُتي ڪن وڍائڻ:** نابري وارڻ- نا ڪار ڪرڻ. آئيندي لاءِ توبهه ڪرڻ. بيزار ٿيڻ- ورچڻ.

**ڪَتي:** ث (س: ڪارتڪ) سنبت سنه جو اٺون مهينو. هڪ نکٽ (ستن تارن جو جهڳٽو)- ثريا. سرءَ جي مند وارو فصل- خريف جو فصل.

**ڪَتيءَ لٿي:** اَسُر جو- پوئين پهر.

**ڪَتيون گُذرڻ:** ورهيه لنگهي وڃڻ.

**ڪُتي:** ث. ڪُتي جي مادي.

**ڪُتي مَک:** ث. بگهڙي.

**ڪَتيا:** ذ. ڦوڳ جي ٻوٽي ۾ ٿيندڙ سنها تاندورا.

**ڪَتيارو:** ص. ڪتيءَ جو فصل. ڪتيءَ جو- ڪتيءَ وارو.

**ڪَتيال:** ث. وَل جو هڪ قسم.

**ڪَتيبي:** ث. ڪپڙي سينگارڻ لاءِ لڳل پٽي يا ڪناري.

**ڪَتيلو:** ذ. هڪ پسار ڪي وکر جو نالو- هڪ قسم جي وڻ جو ڪوئنر.

**ڪَتيو:** ذ. ڪات (وڍڻ جو اوزار).

**ڪَٽ:** ث. اندازو- تڪ- تخمينو. ڳاڻيٽو- شمار. قياس آرائي.

**ڪَٽ ڪَتان:** ث. دل مَن هڻڻ واري حالت.

**كَتَ كَتَڻ:** رتا رتڻ- ستا ستڻ- نيت ڪرڻ.
**كَتَ ڪرڻ:** اندازو لڳائڻ. تخمينو ڪرڻ.
**ڪتَ:** ظ. ڪتي- ڪهڙي هند.
**كَتَا:** ث (سن) قصو- ڪهاڻي- ڪاٿي. بيان. ذڪر.
**ڪتا ڪرڻ:** ڳالهه کي ديگهه ڏيڻ. بيان شروع ڪرڻ.
**ڪتان:** ظ. ڪهڙي هند جو. ڪهڙي طرف يا ملڪ جو.
**ڪَتا وارتا:** ث. مذهبي گفتگو- ڌرمي بحث.
**ڪتائڻُ:** م. ڪَتَ ڪرائڻ- تخمينو ڪرائڻ. اندازو لڳرائڻ.
**ڪَتَڪ:** ذ. ڪتا ڪندڙ- وارتا ٻڌائيندڙ. پَتَ- پن.
**ڪَتَڻُ:** م. اندازو لڳائڻ- ڪَتَ ڪرڻ. تخمينو ڪرڻ. شمار ڪرڻ- ڳڻڻ. ملهه ڪرڻ.
**ڪَتو:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر (پانَ جي پنن تي لڳائجي).
**ڪتهين:** ظ. ڪهڙي هند- ڪتي. ڪهڙي طرف.
**ڪتي:** ظ. ڪنهن هند. ڪهڙي طرف.
**ڪتي ڪتي:** ظ. ڪن ڪن هندن تي- جدو ٻادو- ورلي.
**كَتَ:** ث. وَدَ. تخفيف- وضع. ڪمي. لاٿَ. ڪتر. رياضيءَ موجب عدد گهٽائڻ جو اصطلاح.
**كَتَ پاڇي:** ث. تفاوت- فرق (حساب ۾).
**كَتَ كَتَڻ:** بي ايماني ڪرڻ- ڪپت ڪرڻ.
**كَتَ ڪڍڻ:** تخفيف ڪرڻ. بدلو وٺڻ- وير وٺڻ.
**كَتَ ڪرڻ:** تخفيف ڪرڻ- لاٿ ڪرڻ- گهٽائڻ.
**كَتَ ڪُوتَ:** ث. ودِتڪ. ڇانگ. تخفيف.
**كَتَ:** ص (انگ) ڪٽيل- وڍيل.
**كَتَ پِيسَ:** ذ. ڪپڙي جي تاڪيءَ مان بچيل ٽڪرا (جيڪي سستا وڪامن).
**كَتَ ڪرڻ:** ٻاسو ڪرڻ. ڏسي منهن ڦيرائڻ.
**كَٽُ:** ذ. ڪَسُ- زنگ. ڪوري ۾ گڏ ٿيل لوهه جو مُرچو- موريان. ڪپڙن جي چِرَم ڪم ايندڙ مصالحو. ڪلفت- بيائي- نفاق.
**كَٽُ چڙهڻ:** دل تي خراب اثر ويهڻ. زنگ لڳڻ. ضد پوڻ.
**ڪَتَ:** ث. چيز- شيءِ- متاع- مڏي.
**كَٽُ:** ذ. تيل جي تَرِ ۾ گڏيل مير. حقي چلم جو مير.
**كُٽَ:** ث. ڏندي سان ڪٽي اٿو ڪرڻ جي حالت- چِٽَ. مارَ. سَٽَ.
**كُٽَ سُٽَ:** ث. پيچ پور- پيچ ڊاهه.
**كُٽُ:** ذ. هڪ قسم جو ڏاتو (جيڪو جست ۽ پتل جي ملاوت مان ٺهي)- ڪنجهو. (ص) خصي ٿيل جانور. مڙسي کان وينل.

هيسيل. چِٽَ- برباد.
**كُٽَ ڪرڻ:** خصي ڪرڻ. ماري ڪٽي هيسائڻ. تابع ڪرڻ- مطيع ڪرڻ. برباد ڪرڻ- ڦٽائڻ.
**ڪَتارَ:** ث (سن) هڪ قسم جو ڊگهو خَنجَر.
**ڪَتاري:** ث. ننڍو خنجر.
**ڪَتاڙ:** ذ. گند ڪچرو- ٻهر.
**ڪَتاهُ:** ذ. ڪپڙي تي زريءَ جو پيرت.
**ڪَتائڻُ:** م. وڍائڻ. گهٽ ڪرڻ. ڇانگائڻ. ڪَتَ ڪرائڻ.
**ڪُتائڻُ:** م. سٽائڻ. اُکريءَ ۾ وجهي سنهو ڪرائڻ. مارڪارائڻ. پيچ ڏيارڻ. سيکت ڏيارڻ.
**ڪَتائي:** ث. وڍائڻ جي اجرت. وَڍِ (وٽن جي). ڇانگ.
**ڪُتائي:** ث. مارڪُٽ- سَٽ ڪُٽ. ڪٽڻ جي مزوري.
**ڪَتپر:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
**ڪَتجَڻ:** م. وڍجڻ. ٽڪجڻ. اڏامڻ (رنگ). خارج ٿيڻ (نالو). ڪاٽ ٿيڻ (لغز). وضع ٿيڻ (پگهار). گذرڻ (ڏينهن). ڪسجڻ- زنگ لڳڻ.
**ڪُتجَڻُ:** م. سَٽجڻ. مارکائڻ. سَنهو ٿيڻ- پيهجڻ (اکريءَ ۾).
**ڪُتجي ڪَنا ٿيڻ:** سخت عذاب ۾ اچڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ. چٽ ٿيڻ.
**ڪَتَرُ:** ذ. سنهو ننڍڙو پٿر جو ذرو- ڪَکرو. اک ۾ پيل ڪکر- سَرٿ. پٿر جو ذرو (اک ۾ اُڏامي پوي). بيائي- ڪدورت- ڪينو. (ص) سخت ضدي. بيرحم- سنگدل.
**ڪَتر پوڻ:** اک ۾ ڪڪرو پوڻ. بيائي ٿيڻ. ڪلفت پوڻ. غيرت اچڻ.
**ڪَترجَڻُ:** م. نفاق پوڻ. دل ۾ رنجش ٿيڻ. بدگمان ٿيڻ. ڪدورت ٿيڻ. غيرت اچڻ.
**ڪَتڙو:** ص. ڳورو- اڇو- سفيد رنگ تي.
**ڪَتَڪُ:** ذ. فوج- لشڪر- سپاهه. انبوهه (ماڻهن جو).
**ڪَتڪ چاڙهڻ:** فوج چاڙهڻ. ميڙو ني اچڻ. ڪاوڙ ڪرڻ.
**ڪَتڪو:** ذ. لشڪر- ڪتڪ. ڪاهه- حملو- جلهه. ڏاڍائي- جبر.
**ڪُتَڪو:** ذ. سَتڪو. ڦهڪو. مارو- سَٽ ڪُٽ. رڱيل ڪوري ڪپڙي جو ٽڪرو. ماڻورو.
**ڪُتڪو وجهڻ:** ٻاڪر ڪُتو وجهڻ. مارو ڪرڻ- سَٽ ڪُٽ ڪرڻ.
**ڪَتڪي:** ث. ناراضگي- سخت ڪاوڙ. ڏمر. ڏندن ڪرٽڻ جي حالت ۾ ان جو آواز. پان ۾ ڪم ايندڙ سوپاريءَ جو قسم.
**ڪُتڪي:** ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ڳنڌڙيدار گاهه جي پاڙ.
**ڪُتِل:** ص. بڇڙو- خراب- بَد. شرير- لچ. ڪنور- سنگدل.

**ڪَتلَري:** ث. (انگ) لوھ جو سنھو سامان (ڇـري، چمچا، ڪانٽا وغيره).

**ڪُتلو:** ص.لذيذ طعام- سنو ڪاڌو- مزيدار خوراڪ.

**ڪتلي:** ث (انگ) چانھ ناھڻ لاءِ ڏنبيءَ وارو خاص ٿانءُ.

**ڪُتم، ڪُتمبُ:** ذ. ڪٽنبُ- ڪُڙم.

**ڪَٽ مَست:** ص.ٿلهو- موٽو.تندرست.بيپرواھ.پهلوان.

**ڪَٽ مَستي:** ث.زور- جبر.آڪڙ- وڏائي.چرچو.

**ڪُٽمي:** ذ.عيالي- ٻچڙيوال.

**ڪُٽنبُ:** ذ. ڪُڙم- خاندان- گهر جا ڀاتي.ٻار ٻچا- عيال.

**ڪَٽَڻُ:** م. وڍڻ.ٽڪڻ.وضع ڪرڻ (رقم)- گھٽ ڪرڻ. ڪپڻ. جدا ڪرڻ.چنڻ (ناتو). ڪترڻ.

**ڪُٽَڻُ:** م. سَٽڻ- مارڻ. سنهو ڪرڻ (مصالحو). ڇڙڻ- ڇلهڻ. مهري سان اَٽو ڪرڻ. قيمه ڪرڻ.

**ڪُٽڻُ:** ذ.دلال.پڙوو- ڏوتو.

**ڪُٽڻپو:** ذ.پيڙوت- ڪجربو.دلالي.

**ڪُٽڻي:** ث. ڪُٽڻ واري حالت. ڪُٽڻ جو ڪم يا نمونو.

**ڪَٽو:** ص.پڪو- پختو.ضدي.

**ڪُٽو:** ذ. ڪنهن بہ شيءِ جو چورو- ٻورو.

**ڪَٽورو:** ذ.پتل يا ٽامي جو پيالو- وٽو.

**ڪٽوري:** ث. پيالـي- وٽـي. پاڻيءَ جي سيمي لاءِ نل ۾ وڌل چمڙي جي پيني- ٻوڪي.

**ڪَٽوھَر:** ذ. ڪاروناڪ- واسينگ- ڪاريھر.

**ڪُٽَھڙ:** ذ.مڇيءَ مان تيار ڪيل ٻوڙ. (ص) سخت. ڏاڍو. مشڪل.

**ڪَٽَھڙو:** ذ. ڪاٺ يا لوھ جو جهنگلو (گهر جي ڇت تي اڏيل). ننڍڙي پٽ. ڇڄـري. قبر جي چوڌاري جاريءَ واري ديوار.

**ڪُٽي:** ث.ٻهءِ ڪڪن گڏيل چورو.ٻوسو.چاڻ.

**ڪُٽيون ڪرڻ:** خار ڪائڻ- چڙ ۾ پرجڻ.

**ڪٽي:** ث.ٻاراتي راند ۾ دوستي ڇڏڻ.

**ڪُٽي:** ث.گيهءِ کنڊ ۾ پوريل ماني- چوري.

**ڪُٽي ڪرڻ:** چوري ڪـرڻ. سنهو ڪـرڻ- ذرا ذرا ڪرڻ. وڍڻ- ٽڪڻ.

**ڪُٽيا:** ث (سن) ساڌو فقير جي رهڻ جي جهڳي.

**ڪُٽي پرڻ:** دب ڦس ڪري پرڻ.

**ڪُٽيري:** ث.ٻوٽيءَ جو هڪ قسم- ڪانديري.

**ڪَٽيلُ:** ص.مرچوٽ.ضدي.بخيل.موذي- شوم.

**ڪَٽيلو:** ذ.اُٺ جو ننڍو قُر- ڳوئرو.

**ڪَٺُ:** ث (سن: ڪَنٺ) ڳچي- ڳلو.

**ڪَٺُ:** ذ. "ڪاٺ" جو مخفف.

**ڪٺُ:** ذ.ٿالهي يا شيشم جي ڪاٺ جو اندريون ڳڀ. شيشم جي ڪاٺي. ڪاٺ جو اندريون سخت حصو (جيڪو ڪارو ٿئي).

**ڪٺ تي رهڻ:** نقصان کان بچيل رهڻ.

**ڪَٺُ:** ذ. دوا طور ڪـم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر. (ص) رُڪ. منھون.شوخ.

**ڪَنارُ:** ث.ڪنارو- ڪَپُ (واهيا ڪنهن وهڪري جو).

**ڪَٺ پُتلي:** ث. ڪاٺ جي گُڏي (جنهن ۾ ڌاڳا ٻڌي نچائي تماشو ڪن).

**ڪُٺلُ:** ص. ڪُهي ڇڏيل- ذبح ٿيل.وڍيل.

**ڪَٺمالُ، ڪَٺمالا:** ث.ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**ڪَٺن:** ذ (سن) مشڪل- ڏکيو.دشوار.نـٿين جهڙو- ناممڪن.

**ڪَٺنتا:** ث.ڏکيائي- مشڪلات- سختي.

**ڪَٺو:** ظ.گڏ- مجموعي سان- مِلي- گڏجي- پيڙو. يڪو- سڀ- جملي.

**ڪَٺو ڪرڻ:** ميڙي چونڊي گڏ ڪرڻ.

**ڪَٺور:** ص (سن) سخت دل- بي رحم.ظالم.

**ڪَٺورتا:** ث.بيرحمي- سنگدلي.

**ڪَٺوڙي:** ث.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽيءَ جي پاڙ.

**ڪَٺي:** ث.ڪمائي- اُپت- حاصلات.ٻاڇي- بچت.ميڙي چونڊي.

**ڪَثافَت:** ث (ع) گهاٽائڻ- گهرائي.آلودگي.گندگي- نجاست.

**ڪَثَرُ:** ث. (ع) واڌ- اضافو.گهڻائي.فائدو- لاڀ.

**ڪَثر ڪرڻ:** ملاڪڙي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽن ملهن کي ماري وجهڻ.

**ڪَثرَتَ:** ث (ع) گهڻائي- افراط- جهجهائي- گهڻ- فراواني.

**ڪَثرت راءِ:** ث. جهجهن جي راءِ.

**ڪَثيرُ:** ص (ع) تمام گهڻو.بي انتها- حد کان وڌيڪ.

**ڪَثيفُ:** ص (ع) گهاٽو.ميرو- گندو.

**ڪَپَ:** ث. ڪاٽ- وَڍ- ڪٽائي.ٽڪر- ذرو- پور.

**ڪَپُ:** ذ. واهه يا ڪنهن وهڪري جو ڪنارو- ڪنڌي- ساحل.چاقو- ڇُري.

**ڪُپ:** ذ. چم مان ٺهيل تيل وجهڻ جي دٻي. ڪُپو- ٽپو- ڪوزو.

**ڪَپاٽُ:** ذ (سن) دروازو- لنگهه.حواس.

**ڪَپاٽَ ڪُلڻ:** دماغ کلڻ.سمجها چڙڻ.هوش اچڻ.

**ڪُپاٽ:** ص. نالائق- نااهل- ڪپوٽ.

**ڪَپارُ:** ذ (سن: ڪپال) ڪپار- کوپري. مغز. نصيب- پيشاني.

**ڪَپاهَ:** ث. ڪپه.

**ڪَپائڻُ:** م. وڍائڻ. ڪٽهائڻ.

**ڪُپَٽَ:** ث (ڪُ+پَٽ) بي ويساهي- بي ايماني. خيانت. دولاب.

**ڪُپٽيو:** ص. بي ايمان. ٺڳ. فريبي. ويساهگهاتي ڪندڙ. خيانتي.

**ڪَپتان:** ذ (انگ) فوج جو هڪ عملدار. جهاز جو وڏو عملدار. ڪرڪيٽ. فٽ بال وغيره راند جو اڳواڻ.

**ڪَپَٽُ:** ذ (سن) دوکو- دغا. ڪينو- بغض.

**ڪَپٽي:** ص. دغاباز. فريبي.

**ڪَپجڻُ:** م. وڍجڻ.

**ڪُپَچُ:** ذ. خراب پچ. جيڪو نه چٽي (چمڙي جي خرابي).

**ڪَپُرُ:** ذ. ڪپ- ڪنارو- پَر- ڪنڌي.

**ڪُپَرُ:** ث. بدرسمي- نامناسب هلت. بدپرهيزي. ان رهائيندي رسم.

**ڪَپرو:** ذ. ڪنڌي- ڪنارو- ڪَپُ- گهيڙ.

**ڪَپري:** ث. بار- پري- بوجو. مصيبت- چٽي.

**ڪپري:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪَپَڙُ:** ذ. ڪپڙو. هٿ سان اُتيل ڪاڏيءَ جو ڪپڙو (جيڪو کهرو ۽ ٿلهو ٿئي).

**ڪَپَڙ ڇاڻُ:** ص. ڪپڙي مان ڇنيل (تمام سنهو).

**ڪَپَڙ ڪوٽُ:** ذ. چادر وغيره جو پردو يا اوٽ. طنبو- خيمو.

**ڪَپَڙُ:** ذ. ٻڪرين جي ڦولهڙي جو سنهو ٻورو ڪيل پڃ.

**ڪَپَڙا:** ذ. ڪپڙن جو وڳو. زناني ماهواري- ڦُلَ.

**ڪپڙا اچڻ:** ماهواري اچڻ- ڦُل اچڻ.

**ڪپڙو:** ذ. سُٽ. ريشم يا اُن مان نهيل پارچو (جنهن مان پوشاڪ ٺهي). وڳو- پوشاڪ- لباس.

**ڪپڙا لهرائڻ:** اگهاڙو ڪرڻ. ڦُرلٽ ڪرڻ.

**ڪپڙو ڪرڻ:** پردو ڪرڻ- ڍَڪ ڪرڻ. پوشاڪ پهرڻ.

**ڪپڙو لاهڻ:** پردو لاهڻ- ظاهر ڪرڻ. رازکولڻ. عيب اگهاڙڻ.

**ڪپڙن مان ڪڍڻ:** ڪَڪَ ڪرڻ. ورچائڻ- بيزار ڪرڻ.

**ڪپڙن ۾ رهڻ:** حيا ڪرڻ- لڄ ڏارڻ.

**ڪپڙن ۾ نه ماپڻ:** بيحد خوش ٿيڻ.

**ڪپڙو لٽو:** ذ. ويس وڳو.

**ڪُپڙو:** ذ. نڪر جو ٿيو- ڪپو.

**ڪُپڙي:** ث. ننڍي ٿيپي (نڪر جي). تيل. مَسُ وغيره وجهڻ جو ننڍڙو ٿانءُ.

**ڪَپَڻُ:** م. وڍڻ. ڪاٽڻ. جدا ڪرڻ- ڌار ڪرڻ.

**ڪَپڻ ڪورڻ:** چيرڻ ڦاڙڻ. ماس ڪُرچڻ- چهڪ ڏيڻ.

**ڪُپو:** ذ. چمر جو وڏو مَٽُ يا ٿانءُ (جنهن ۾ گذريل وقت ۾ گيهه. تيل يا مکي وغيره رکندا هئا)- دٻو. نڪر جو ٿيو. (ص) سوٽل- ڦوڪيل.

**ڪُپو سُڄائڻُ:** مُنهن ۾ سوڙ وجهڻ- منهن سڄائڻ.

**ڪُپو ڪَچ ۾ هڻڻ:** تمام گهٽو ٽوٽو پوڻ. سڄو ٿيڻ. پڻدو وٺڻ.

**ڪُپوئي اونڌو:** خانو خراب- سڀ ڪجهه چٽ.

**ڪُپُوٽُ:** ذ (سن: ڪُ+پُتر) نالائق پٽ. (ص) نافرمانبردار.

**ڪَپُورُ:** ذ (سن) ڪافور (هڪ قسم جو خوشبودار پسار ڪووکر).

**ڪَپُورو:** ذ. ٻڪري. گهيٽي وغيره جو آنورو- خصيو.

**ڪَپوهي:** ث. هڪ پسار ڪووکر- پنير ڦوٽو.

**ڪَپِهَ:** ث. ڪَڪڙا نڪتل ڦٽيون- ڪَپاهَ.

**ڪَپِهِي:** ث. دو طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جو ٻج.

**ڪَپي:** ث. لوهه يا ڪاٺ جي چرخي- پُون. ڦرتي (جيڪا بار کڻڻ جي ڪرين وغيره ۾ ڪم اچي).

**ڪُپي:** ث. ننڍي دٻي. نڪر جي ڪُپڙي. مس وغيره وجهي رکڻ لاءِ ٿيپي.

**ڪُپيرو:** ص. بدبخت- چندو. ڪَلچتو. شوم.

**ڪَج:** ص (ف) ڏنگو- ڪبو. ڦڏو- چبو. مُڙيل- وَريل.

**ڪَج ادا:** ص. بدمزاج. بي لحاظ- بي مروت.

**ڪُجات:** ص. ڪمذات- نيچ- مليچ.

**ڪَجانو:** ذ (ف: ڪجاوه) اُٺ تي ماڻهن جي سواريءَ لاءِ ڪاٺ جي ڏولي.

**ڪَج بَحثُ:** ص (ف) جهيڙاڪ- تڪرار ڪندڙ. اجايو ضد ڪندڙ- بحثي- ضدي.

**ڪَج رفتار:** ص (ف) ڏنگو هلندڙ. (ڪنايتاً) آسمان.

**ڪَج روي:** ث (ف) ڏنگي چال. ڏنگي روش.

**ڪَج فَهمُ:** ص (ف) اونڌي سمجهه وارو- بيعقل.

**ڪَج ڪُلاهُ:** ص (ف) بادشاهه. معشوق.

**ڪُجسائي:** ث. گدلائي- غليظائي.

**ڪَجَلُ:** ذ (سن) ڏيئي جي ڪارڻ. جيڪا ٿانءَ مٿان رکي گڏ ڪجي ۽ اها اکين ۾ سينگار طور ڪم اچي.

**ڪَجلدان:** ذ. سُرميداني.

**ڪَجلو:** ذ. ڪجل پيل- ڪارين اکين وارو.

**ڪَجلي:** ص. ڪجل پائيندڙ عورت. حسين عورت.

**ڪَجليو:** ذ. ٿر جو هڪ لوڪ گيت.

**ڪَجَڻُ:** م. پورو ڪرڻ- پڄائي ڪرڻ. نبيرو ڪرڻ.

**ڪَجُ:** ث. پردو- پوش- ڍڪ. حياءُ- حجاب. زور- دٻ (ويم وقت).

**ڪِجُ:** ث. ڍِل- سُستي- اوير.

**ڪُجا:** ظ (ف: ڪجا) ڪهڙو. ڇا.

**ڪُجاڙو:** ظ. ڪهڙو. ڇا.

**ڪُجاڙئا، ڪُجاڙِيا:** ض. ڇالاءِ- ڇو- ڇا ڪاڻ.

**ڪَجاٽِڻ:** م. چُر ڪرڻ- ڇيڙڻ.

**ڪُجائو:** ص. ان چاول کير.

**ڪُجَر:** ص. ڪاهل- سُست- توتي. ڪنجوس- بخيل.

**ڪِجِڙو:** ذ. نيڙو (ماپ ۾)- چوٿو.

**ڪُجڙائي ڪرڻ:** گُهر ڪرڻ- چاهڻ. ڪاهل ٿيڻ. پورو ٿيڻ.

**ڪُجَڻُ:** م. ڇڏڻ- وسارڻ. لڪائڻ.

**ڪُجَڻُ:** ص. ويري- دشمن- مَٺ گهرو (ضد. سڄڻ).

**ڪَجو:** ذ. ڍڪيل- پوريل. لڪل- گُم ٿيل. دٻيل- سِٽيل.

**ڪَجُهه:** ص. گندو- گندگيءَ وارو- غليظ.

**ڪُجهه:** ص. ٿورو ذرو- ڪي قدر. جزوي.

**ڪُجهه ٿيڻ:** ڪو ڪم ٿيڻ. ڪم ۾ واڌارو ٿيڻ. نقصان پهچڻ.

**ڪجهه چوڻ:** ڪا ڳالهه چوڻ. هدايت ڪرڻ. تنبيه ڪرڻ. ان وٽندڙ ڳالهيون ڪرڻ.

**ڪُجهه ڪُجهه:** ص. ٿورو گهڻو- ڪي قدر. ٿورو ٿورو- ذرو ذرو.

**ڪُجهه ڪري وٺڻ:** نيڪي ڪرڻ- ثواب جو ڪم ڪرڻ. وقت جو فائدو وٺڻ.

**ڪُجهه نـ ڪُجهه:** ظ. ڪي قدر. ٿورو گهڻو.

**ڪُجهه هئڻ:** ڪا ڳالهه هئڻ. ملڻ جو ارادو ٿيڻ.

**ڪُجَهڙ:** ث. رستي مُنجهڻ ڪري ٿيل پريشاني- مونجهارو.

**ڪَجهڪِيو:** ص. ڪُر ڪُر ڪندڙ- ڪُر ڪندڙ. چِنگهندڙ.

**ڪَڃا:** ث. (سن: ڪنيا) ڪنواري ڇوڪري- نابالغ نينگري.

**ڪَڃاراسِي:** ذ. بريو مڙس- نيات جو وڏو مُکي- وڏيرو. (ص) نامرد- ڪدڙو. ضعيف- ڪمزور.

**ڪُڃائڻ:** م. سُسائڻ- ننڍو ڪرڻ. مُنجهائڻ- گمراهه ڪرڻ.

**ڪَڃَرُ:** ذ. اصل ۾ راجپوتانا جي هڪ خانہ بدوش قوم (جيڪا عورتن کان بدپيشو ڪرائيندي هئي). (ص) پڙوو- دَلو.

**ڪَڃراڻُ:** ث. هڪ ڪرمي واري ٻاجاريءَ جو قسم.

**ڪَڃِري:** ث. ڪڃر قوم جي عورت. رنڊي- ڪسٻياڻي. پڙ ري. ناچو عورت- رقاصہ.

**ڪَچ:** ث. ’ڪَچو‘ جو مخفف. ڪَچائِڻ. نقص- عيب. خامي.

**ڪَچُ:** ذ. شيشو- ڪانچ. مَٺُ.

**ڪَچُ ڪرڻ:** ڦِٽو ڪرڻ. ٺوڪٽا ڪرڻ.

**ڪَچُ ڪمائڻ:** ڪوڙ ڳالهائڻ. نڳيون ڪرڻ.

**ڪَچُ مٿڻ:** گارگند ڪرڻ. اڍنگو ڳالهائڻ. بدشد ڳالهائڻ.

**ڪِچ:** ث. گَپ- چِڪ. ڪَچري واري گَپ. ترڪڻ واري گپ.

**ڪُچَ:** ث. ٻنيءَ جي ڏنڊي- چوچِي. چوڪ (اگَرِيا ڪانيءَ جي)- اشارو.

**ڪُچ ڪُچ ڪرڻ:** ذري ذري چوڪون ڏيڻ. وري وري چـرڻ. تنگ ڪرڻ.

**ڪَچالُو:** ذ. هڪ قسم جي آبي ٻوٽي جي پاڙ. جيڪا پاڃيءَ ٻور ڪماچي.

**ڪَچاڻِ:** ث. ڪچائي. اياڻپ- بيوقوفي. جهالت.

**ڪَچاوَٽ:** ذ. اڻپوري ڏوتل ڪپڙي واري حالت.

**ڪَچائِي:** ث. اڻ پڪائي. ناپختائي. خامي- نقص.

**ڪچائي ڪرڻ:** بيوقوفيءَ جهڙو ڪم ڪرڻ. اڍنگي هلت اختيار ڪرڻ. ڪچو ڪم ڪرڻ.

**ڪُچچو:** ص. ميرو- گدلو- غليظ. ناپاڪ.

**ڪَچَرُ:** ذ. ڪچڙو گوشت.

**ڪُچِرُ:** ص. وڏن ڪُچن وارو. بدافعالو. گيدي. بيحيا.

**ڪُچرائي:** ث. بي افعالائي- بدلچائي. اڍنگائي.

**ڪچرو، ڪَچرو:** ذ. گند- ٻهر. گندگي- ڪِنُ.

**ڪُچَرِي:** ث. سنهيءَ ڇهنب سان ڪانيءَ جو ٽڪر.

**ڪَچرِيون:** ث. چڀڙن يا ريپڙن جا سُڪل ڳترا (جيڪي پاڃيءَ ڏور ڪماچن).

**ڪَچِڙو:** ص. تمام ڪچو. نازڪ (گاهه). (ث. ڪَچڙي).

**ڪَچِڙو عَيال:** سنها ٻچا- ننڍا ٻار (آڪهه جا).

**ڪَچِڙي:** ث. زريءَ جو پريل پرت. (ص) ”ڪچڙو“ جو مؤنث.

**ڪَچِڙي منجهند:** ث. ٻنپهرن کان ٿورو اڳ جو وقت.

**ڪَچسِري:** ث. ڪچين سِرن جي نهيل جاءِ.

**ڪَچ مِنُو:** ص. اهو ٿل جيڪو ڪچو هجڻ جي باوجود مِٺو هجي.

**ڪَچڪارِي:** ث. شيشي جو ڪم. شيشي جو سامان. شيشي جهڙو چلڪندڙ. نازڪ- پرتو.

**ڪَچڪ:** ث.ڪاري جي مڇي ءَجو هڪ قسم.

**ڪچ ڪچ:** ث.گپ ۾ هلڻ جو آواز.سوڳ جو احساس.

**ڪُچ ڪُچ:** ث.ڪٽ ڦٽ- ڪُرڪُر.وري وري دهرايل ڳالهه.مذاق- مسخري-ڪيچل.

**ڪَچَڪو:** ذ.ٽِڙڪاٽ (نڪري ٿيشي جو)-ٽِڙڪو.

**ڪَچڪوڏ:** ث.ڪوڙو زيور.گهٽ قيمت واري شيءِ.

**ڪَچَ ڪوڏي:** ث.ڪوڏيءَ جو هڪ قسم.

**ڪَچڪول:** ذ.ڪِستو- ڪشڪول.جهولي- بگري.

**ڪُچلو:** ذ.زهر جو هڪ قسم- ڪانگ ڦل.

**ڪَچنار:** ذ.وڻ جو هڪ قسم.

**ڪِچني:** ث.هڪ ٻوٽي جو نالو،جنهن جو ميوو سوپاريءَ جهڙو ٿئي.

**ڪَچو:** ص.اڻ پڪو- خام.ناپختو.اڌ پڪو.سائو (ميوو).اڌ ڳريل.اڌ رڌو.ڪمزور.ناتجربيڪار.خالص- نج.سيڪڙاٽ.ڪکِ.مٽي يا ڪچين سِرن جو (گهر).(ذ) درياءَ جي ڇڏيل زمين (جيڪا سيلاب وقت پاڻي هيٺ اچي.وري سُڪي وڃي). (ث.ڪَچِي).

**ڪَچا ڏِينهن:** حامله (عورت يا وهٽ) جو پهريون ڇٽن پنجن مهينن وارو عرصو.

**ڪَچو پَرت:** ذ.پرت جو هڪ قسم (پرت جو ابتدائي خاڪو).

**ڪَچو پڪو:** ص.اڌ رڌو-اڌ پڪو.جهڙو تهڙو.

**ڪَچو پَڪو ڪرڻ:** اڌوگابرو راضي ڪرڻ.

**ڪَچو چِٺو:** ذ.اعمالنامو-عيب ثواب.

**ڪَچو ڏاڳو:** ذ.اڻ وٽيل سٽ.(مجازاً) اڻ جٽ دار رشتو.

**ڪَچو روڪڙ:** ذ.روزانو مليل روڪڙ جي حساب ڪتاب رکڻ جي بندي.

**ڪَچو سُفيدو:** ذ.اڇي رنگ جو هڪ قسم.

**ڪَچو ڪانو هڻڻ:** گهٽ وڌ ڳالهائڻ.پاراتو ڏيڻ.طعنو هڻڻ- مهٽو هڻڻ.

**ڪَچو ڪرڻ:** ڪچو ٿو پو ڏيڻ- ڪوڪڻ.بزدل بنائڻ.درياءَ جو اُٿل ڪري ٻوڏ ڪرڻ.

**ڪَچو ڪرڻ:** واعدو پورو نه ڪرڻ.ڏنو ڪرڻ- شرمسار ڪرڻ.

**ڪَچو ڪورو:** ذ.اڻ پرتيل- ڪنوارو- واندو.

**ڪَچو ڪائڻ:** بيحد غصو ڪرڻ.بيرحميءَ سان سيڪت ڏيڻ.روءِ سوءِ ڪم ڪرڻ.

**ڪَچو ڪير پيئڻ:** اڻ آزمودگار هئڻ- الهڙ هئڻ.

**ڪَچو لائڻ:** گِلارو ڪرڻ- بدنام ڪرڻ.

**ڪَچي گهڙي پاڻي پرڻ:** وڏي آزمائش مان گذرڻ.ڪٺن ڪم ڪرڻ.

**ڪُچو:** ذ.زيرناف جو وارُ.خسيس شيءِ.

**ڪُچا پِٽڻ، ڪُچا ڪوهڻ:** ڪجهه نه ڪرڻ.اجايا ڪم ڪرڻ.

**ڪُچن جون ڳنڍيون:** تمام گهڻي پريت ،دوستي.

**ڪَچُورِ:** ث.سُٺي سان مشابهت رکندڙ هڪ خوشبودار ٻوٽي جي پاڙ جو نالو.

**ڪَچورِي:** ث.بيسڻ ،دال وغيره مان ٺهيل ٽِڪي.

**ڪَچُونبر:** ذ.ڪترٽيل بصر

**ڪَچُونبر ڪرڻ:** وڍي ذرا ذرا ڪرڻ.چِٿڻ- چِلهڻ.

**ڪَچُوئو:** ذ.ڍَٽ واري علائقي جي زناني چولي- اڌ گج.

**ڪَچهَري:** ث.جلسو.دربار.رهاڻ لاءِ گڏجاڻي.رهاڻ- وندر.ڪورٽ-عدالت.

**ڪَچهريءَ جو مور:** ص.بااخلاق- بافضيلت- نيڪ گفتار.

**ڪَچِي:** ث.ڪَچائي- عيب.گِلا.بدنامي.

**ڪَچِي سر:** ث.مٽيءَ جي اڻ پڪل سر.

**ڪَچِي عُمر:** ث.ننڍي عمر.نه سمجهي.ناتجربيڪاري.

**ڪَچِي ڦِڪي:** ث.عيب ثواب جي ڳالهه.عيب جوئي.

**ڪَچِي ڪانب:** ث.سنهه بار- ننڍاپار.

**ڪَچِي ڪِيه هُجڻ:** تمام نفيس هجڻ- نازڪ بدن هجڻ.

**ڪَچِيءَ ڪان، ڪَچِيءَ ۾:** ظ.منڍ کان- شروع کان.سِر جندي ئي.جمڻ سان.

**ڪَچِي نِنڊ:** ث.پوريءَ طرح نه آيل ننڊ- ننڊ جي شروعات.

**ڪَچِي وَٽ:** ث.ريج ڏنل زمين ۾ گهڻي قدر آلاڻ- هر ڏيڻ جي نه لائق زمين.

**ڪَچِي وَهِي:** ث.اوڌر جي روزاني داخلا جي بندي- ڪچو کاتو.

**ڪَچِيون ڪرڻ:** اڌ راس ٿيل ڪار ڪون پال ۾ وجهڻ.

**ڪَچين لڱين:** ص.تمام ضعيف.بيمار- اگهو.ڪچڙي جسم وار.

**ڪُچيل:** ص.خراب- ڪنو.ميرو.بد معاش لچ.

**ڪَڇَ:** ث.ڪلهي جي جوڙ وارو سَنڌ- بغل.پاسو- پهلو.

**ڪَڇُون نوڪڻ:** موج ۾ اچڻ.خوش ٿيڻ.

**ڪَڇُ:** اسم خاص.سنڌ جي ڏکڻ واري علائقي جو نالو (جيڪو هن وقت پارت جو صوبو آهي).

ڪَڄُ: ص. ڪَجه. ٿورو ذرو. ڪي قدر.

ڪَڄائڻُ: م. ماپائڻ. وَهٽ ڪرائڻ.

ڪِڄائڻُ: م. ٻڄان ڪرڻ- ڪراهت آڻڻ- نفرت ڪرڻ.

ڪَڄر: ذ. ساز سامان سان پلاڻيل اُٺ.

ڪِڄرو: ص. گدلو- گندو. ميرو. (ث. ڪِڄري).

ڪُڄڙ: ث. ڏڏ- ڄنڊ. ڪَڇ- بغل.

ڪِڄڙو: ص. دردمِ دانهون ڪندڙ مريض- سُوراڻيو.

ڪَڄڙي: ث. ڳڃ. چولي يا پهراڻ جي ڪَڇ واري هنڌ ڪان لڳل ڪپڙو.

ڪُڄڻ: ث. ماڙي- ڪوني. خراب اَجهو. (ص) لاچار- بيوس.

ڪَڄڻُ: م. ماپڻ- ماپ وٺڻ. وَهٽ ڪرڻ (ڪپڙي جي).

ڪَڄي قارڻ: هُوند سارو خرچ ڪرڻ. سوچي ويچاري ڪم ڪرڻ.

ڪُڄڻُ: م. چوڻ- ڳالهائڻ- ٻولهڻ. بيان ڪرڻ.

ڪَڄو: ذ. ننڍي چڏي- لنگوٽي. جبل جي اوپر وارو پاسو.

ڪَڄوٽي: ث. لنگوٽي.

ڪَڄوراڙي: ث. بغل مِ ٿيندڙ ڳِڙ يا ڦٽ.

ڪَڄنُون: ذ. هڪ قسم جو آبي جانور- ڪڇون- وڏو ڪمُ.

ڪَڄي: ص. ڪڇ مُلڪ جو رهاڪو.

ڪَڄيرڻ: ث. ڪَڄوراڙي.

ڪُحلُ: ذ (ع) سُرمو.

ڪَدُ: ذ. هوڏ- ضد- شدت. بحث- مناظرو.

ڪَد ٻڌڻ: ضد ڪرڻ. بحث ڪرڻ.

ڪَد خدا: ذ (ف) گهر ڌڻي. مُڙس ڀتار. مالڪ- آقا

ڪَدُو: ذ. هڪ قسم جي وَلِ ءِ ان جو ڦَرُ (يا جيءَ طور ڪم اچي).

ڪَدُو ڪَش: ذ. ڪدوکي ڇلڻ جو اوزار.

ڪَدُو: ذ. هوڏي- نئر- شدتي- نرجو.

ڪُدُورَت: ث (ع) لَڙاٽ. ميراڻ. ڪِنُ- گندگي. دل جو غبار. ڪينو- نفرت.

ڪَدوڪاش: ث (ع) ڪوشش.

ڪَدَه: ذ (ف) گهر- مرڪب لفظن مِ ڪم ايندڙ (جيئن مَيڪده، آتشڪده وغيره).

ڪَديفو: ذ. ريشمي بخمل- قطيفو.

ڪَديل: ث. ويهڻ لاءِ نرم گادي لڳل ڪُرسي- سوفو.

ڪُڌاتُورو: ص. بي ٻتيادو- بد نسل. بد چال. نئر- بي چيو.

ڪُڌا ڪَرتُوت: بيحيائيءَ وارا ڪم- خراب ڪم.

ڪُڌائي: ث. بدافعلي. بدلچڻائي. دل جي بيئي. اندر جو کوٽ- دغابازي.

ڪُڌرَڻ: م. ڪرڻ- بگڙڻ- خراب ٿيڻ.

ڪُڌڻ: ث. خراب ڌڻ- ڳڌهن جو ڌڻ.

ڪُڌو: ص. اندر ڪوٽو- دغاباز. بدلچڻو. خراب عادتن وارو. خراب- بچڙو (ڪم).

ڪُڌا ڪَمَ: ذ. خراب ڪم- بدلچڻ. جڏا ڪم.

ڪَڏ: ث. مرجات- غيرت. اثر- تاثير.

ڪَڏ: ذ. ڪک. ڪهجر- ڪَڏو.

ڪَڏ: ظ. ڪڏهن.

ڪُڏَ: ث. ٽپ- اُڇانگ. ڇالُ. شوق- ترنگ. ريجهَ.

ڪُڏڪار: ث. نينگ ٽپو.

ڪُڏ ڪرڻ: نينگ ٽپا ڏيڻ. مستي ڏيکارڻ. نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ.

ڪُڏ ڪري وڙهڻ: هاسيڪاروڙهڻ- هرويرو وڙهڻ.

ڪُڏ ڪنڻ: حرص ٿيڻ- چاه ٿيڻ. ريجهه اچڻ.

ڪُڏائڻُ: م. نينگ ڏيارڻ- ٽپ ڏيارڻ- راند ڪرائڻ. وندرائڻ (ٻارڪي).

ڪُڏڪي: ث. سَڌ- خواهش- تمنا.

ڪُڏڻ: ث. ڪوڏواري (عورت)- نازواري.

ڪُڏڻُ: م. ٽپڻ- نينگ ڏيڻ. بانور ڪرڻ- پڏڻ.

ڪُڏي پوڻ: ٽپي پوڻ (معاملي مِ). خواهمخواه دخل ڏيڻ.

ڪُڏنو: ص. ٽپا ڏيندڙ- ڇال ماريندڙ. چنولو- چڳلو. رانديگر.

ڪُڏنو جوان: ذ. ويڙهو پهلوان. شوقين- خنتي.

ڪَڏو: ذ. تمَ جو ذرو. لُوڻ جو ذرو. تماڪ جي ڏانڊي. ٿورو ذرو.

ڪَڏو ڪڍڻ: نڪته چيني ڪرڻ.

ڪَڏو ڪرڻ: ڦري سَجو ڪرڻ.

ڪَڏي وارو: ذ. تُند مزاج. غيرتمند. نازڪ.

ڪَڏهانڪر: ظ. ڪڏهن ڪان- ڪيتري وقت کان. گهڻو اڳي.

ڪَڏهن، ڪَڏهين: ظ. ڪهڙي وقت. ڪهڙي ڏينهن. ڪهڙي زماني مِ. ڪٿي.

ڪَڏهن ڪَڏهن: ظ. بعضي- ورلي- اتفاق سان- گاهي گاهي.

ڪَڏهوڪو، ڪَڏهوڻو: ظ. گهڻو اڳ- تمام اڳي. ڪهڙي وقت جو.

ڪَڏِي: ث. ڳانڍ جو هڪ قسم (ڪاري پاڻيءَ جو).

**ڪَدَ:** ث.پُٺ- تعاقب.اُلٽي- اُڇل- ڦيءِ.

**ڪَدَ پونَ:** پٺيان ڪاهي پونَ- پُٺ ونَ.

**ڪَدَ:** ث.انبار- ڍِڳ- ڪوڙ- دَن.

**ڪَدائنَ:** م.خارج ڪرائنَ.نيڪال ڪرائنَ.ٻاهر ڪرائنَ.

**ڪَدَنَ:** م.ٻاهر ڪرنَ.نيڪال ڪرنَ.خارج ڪرنَ.لوڏنَ.پيڙنَ (تيل).چڪائنَ (عرق).نپوڙنَ (رس وغيره).چوند ڪرنَ.

**ڪَدَنَ:** اسم خاص.بدين ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**ڪُديَبو:** ص.بيدولو- بدزيبو.اڏينگو.بداخلاق.

**ڪُدِي:** ث.ٻنيءَ ڪان پوءِ رهيل ٺهن ڪڏيل اَن.ٻهُو وغيره.

**ڪُدِي ڪرنَ:** ٺهن مليل اَن ڪي ڇڄ سان صاف ڪرنَ.

**ڪُدِي ڪادارو:** ذ.هنيلو- هوڏي- مغرور.

**ڪَذا:** ظ(ع) اهڙيءَ طرح- ائين.

**ڪَذابُ:** ص(ع) نهايت ڪوڙو.

**ڪذبُ:** ذ(ع) ڪوڙ- دروغ.

**ڪَذُو:** اسم خاص.عورت جو نالو- "ڪذبانو" جو مخفف.

**ڪَرَ:** ث.سَنَڌ- خبر- ڪَلَ- سارسنيارَ.خبرچارَ.ڪَپُ- ڪنارو. ڪنڌي- پاڻيءَ جي وَهڪَ جو سنڌو.سنوت.(حروف جر) جن ت- هوند- اگر.(ظ) وٽان- کان.

**ڪَرَ ڏينَ:** پاڻيءَ جولاٽ ڪرنَ.

**ڪَرَ لهنَ:** خبرلهنَ- پوئواري ڪرنَ.برگهورلهنَ.

**ڪَرُ:** ذ.ڪَنڌَ- ڳاٽ.

**ڪَرَ پيجنَ، ڪَرَ موڙنَ:** آرس پيجنَ- سُستي يا ٿڪ ڪان ٻانهون مٿي ڪري بدن کي موڙا ڏينَ.

**ڪَرُ رکنَ:** رخ رکنَ (رواني ٿيڻ لاءِ).

**ڪَرَ ڪدنَ:** سينوساهنَ.مغرور ٿي هلنَ.

**ڪَرَ لاهنَ:** نياڻي پرٺائي بارلاهنَ.

**ڪَر:** ذ(ع) طاقت.شان.

**ڪَر و فَر:** ذ.شان شوڪت.رعب تاب- دٻدٻو.

**ڪر:** ث.چارَ- ڪيرِي- رَک.

**ڪُرَ:** ث.خشڪيءَ واري زمين- سُڪي.ڪنبو.

**ڪُرَ ۾ تبي هننَ:** صفاڻ بري وارنَ- بيمروت ٿينَ.

**ڪُرَ:** ذ (سن: ڪُل) خاندان- گهراڻو.ڪڙم- ڪُٽنب- آڪهه. پري- قوم.نسل- حسب نسب.

**ڪُر اُجارُ:** ص.خاندان جو نالو روشن ڪندڙ.

**ڪُرڪچو:** ص.ڪچي ڪُٽنب وارو- پوءِ ذاتو.

**ڪُراچو:** ذ.شيشو- ڪاچ.

**ڪَراچُ:** ذ.ڪڙ جندڙ وَل جو هڪ قسم (جنهن کي سيڪو مالڪني).

**ڪَراچي:** ذ.سنڌ جو مشهور شهر ۽ بندرگاهه.

**ڪَرادِي:** ث.سخت ٿڻن واري چوپائي- ٻانڊڙ.

**ڪَرار:** ص (ع) زور سان يا وري وري حملو ڪندڙ.حضرت علي رضہ جو لقب.

**ڪَرارو:** ص.سخت- ڏاڍو.پهلوان- دلير.سگهارو.

**ڪَرارو ٿينَ:** شهرت حاصل ڪرنَ- ناموس ڪيائنَ- ناميرو ٿينَ.

**ڪَراري:** ذ.وڏيڪ- سَوايو.

**ڪِراڙ:** ث."ڪرڙن" واري جوءِ يا ايراضي."پٽ شاهه" جي پرسان درياءَ جي پراٽي پيٽ ۾ هڪ ڍنڍ.

**ڪَراڙُ:** ذ.واڻيو دڪاندار- هَٽ واڻيو- مَهتو.

**ڪُراڙپ:** ث.پيري- ٻڍاپو- وڏي عمر.

**ڪُراڙو:** ص.پوڙهو- پيرسن- پيرمرد.(ث.ڪراڙي).

**ڪراڙِي:** ث.اڏيڪل ساوان تي پيرون.

**ڪَراس:** ذ (انگ) منڌيڙو.چيڪ جو هڪ قسم.

**ڪَراس ڪرنَ:** پاسو ونائي اڳيان نڪري وڃنَ.

**ڪُراگ:** ث.ڪيرنڌيندڙ اُلٽي- ڦنبيڏ ڇي.

**ڪرالَ:** ث.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڪَرامات:** ث(ع) "ڪرامت" جو جمع- ڪرامتون.

**ڪراماً ڪَاتبين:** ذ (ع) انسان جا عمل لکندڙ ٻہ فرشتا (جيڪي انسان جي ڪلهن تي ويٺل آهن).

**ڪَرامَتَ:** ث (ع) بزرگي- عظمت.خوبي.بخشش- عنايت.وليءَ جي ڌري سان ٿيل حيرت انگيز ڪم.عجيب ڳالهه.

**ڪَرامَتي:** ص.ڪرامت وارو- عجيب (ڪم).ڪرامت ڏيکاريندڙ (شخص).

**ڪَران:** حرف جر.وٽان- کان- ڪَنان.

**ڪرانتي:** ث.چمڪندڙ- منور- روشن.

**ڪُراهَ:** ث.اوجهڙ- ڏنگي واٽ.

**ڪراهَتَ:** ث(ع) نفرت- بيجن.سوگ.

**ڪُراهي:** ذ.آبي پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪرائتو:** (ص) ڪريءَ وارو- پرهيز وارو.(ذ) ٻسار ڪي وکر جو هڪ قسم.

**ڪُرائجَنَ، ڪُرائجي وڃنَ:** ويڙهجي سيڙهجي وڃنَ- ڪنرو مروٽينَ.

**ڪَرائڻ:** م. ٻئي کان ڪم وٺڻ.

**ڪُرائڻ:** م. ڦٽ سُور ڪرائڻ. ڦٽ ڦرڙي ڇٽڻ کان اڳ سوڪ ڪائڻ ۽ مٿي خارش ٿيڻ. سُسَڻ.

**ڪَرائي:** ٿ. هٿ ۽ ٺونٺين جي وچ وارو حصو.

**ڪَرائيءَ ۾ قُوَت هجڻ:** سگهه هئڻ- زور هئڻ.

**ڪِرايو:** ذ (ع: ڪِرايہ) جاءِ جي مسواڙ. ڀاڙو. ڪنهن شيءِ جي استعمال ڪرڻ جو معاوضو. مزوري.

**ڪَربُ:** ذ (ع) رنج- غم- ڏک- درد.

**ڪَرب و بَلا:** ٿ. رنج ۽ مصيبت.

**ڪَربل:** اسم خاص. "ڪربلا" جو مخفف- ڪربلا.

**ڪَربلا:** ٿ (ع) "ڪرب و بلا" جو مخفف. (اسم خاص) عراق جو اهو هنڌ جتي حضرت امام حسين عليہ السلام شهيد ٿيو.

**ڪَربلائي:** ص. ڪربلا جو- ڪربلا وارو. ڪربلا مان ٿي آيل- زوار.

**ڪِرپ:** ٿ. ٻچان- سُوگ. بيزاري- ورچ.

**ڪَرِپڻ:** ذ. جنديءَ جي ڪم لاءِ هڪ لوهي اوزار (رنبيءَ جهڙو).

**ڪِرت:** ٿ. ڪم- هاج. پورهيو. پيشو. هنر.

**ڪِرت ڪار:** ڏنڌو ڌاڙي.

**ڪِرتن ڪچو:** اڻنگي هلت وارو- بداخلاق.

**ڪَرتا ڌرتا:** ص (سن) ڪندڙ- ناهيندڙ. خالق- مالڪ.

**ڪَرتار:** ذ. خدا تعالي- ڀڳوان. ڌڻي- مالڪ.

**ڪَرتان:** ذ. ڳوڻ جو ڪپڙو (وڇائڻ لاءِ)- تاٽ- ڀال.

**ڪَرتب:** ذ. ڪم. هنر. هٿ ناٽ. عجيب ڪم. ڪارنامو.

**ڪَرتري:** ذ (سن) گرامر ۾ اهو وهنوار، جنهن ۾ فعل پنهنجي فاعل پٺاندر مٽجي.

**ڪَرتُوت:** ذ. ڪم- فعل. بدلچڻ- خراب ڪم.

**ڪَرٽُ:** ذ. وڏي ڪاراٽي (وڏن ڪاٺن کي چيرڻ لاءِ). ڪچو گدرو.

**ڪَرٽ وجهڻ:** وڍڻ- ڪاٽڻ. ڌار ڪرڻ.

**ڪِرٽَ:** ذ. ڪٽ (لوهہ جي)- ڪس- زنگ.

**ڪُرٽَ:** ص. پِڙوو- دلو- ڪٽڻ. خصي (ڍڳو).

**ڪَرٽ ڪَرٽان:** ذ. تمام گهڻو ڪرٽو. گهڻو ڪاڏو.

**ڪَرٽَڻ:** م. ڏند هڪٻئي سان گسائي آواز ڪرڻ- ڪرٽو ڪرڻ. وڍڻ- ٽڪڻ. سخت غصي جي حالت ڏيکارڻ.

**ڪُرٽَڻُ:** م. آهستي آهستي ڪائڻ. ٿورو ٿورو ڪري ڪائڻ. ڪائي ختم ڪرڻ.

**ڪُرٽو:** ذ. ڪچڙو هڏو. جيئن گوشت سان گڏ رڌجڻ کان پوءِ ڪائڻ مهل "ڪرٽ ڪرٽ" ڪري.

**ڪَرٽو:** ذ. آهستي آهستي ڪائڻ جو آواز- چابو.

**ڪَرٽي ڇڏڻ:** ڪائي ڇڏڻ- چڪ هڻڻ- زخمي ڪرڻ.

**ڪَرٽي:** ٿ. سخت ڪاوڙ (جنهن ۾ ڏند ڪرٽجن).

**ڪَرٽيون ڪائڻ:** سخت ڪاوڙجڻ. خارون ڪائڻ.

**ڪَرپ:** ذ. تکو ڏند- نيش. ڪاٽڻ جي ڪاٽي.

**ڪِرپا:** ٿ (سن) رحم- ٻاجھ. مهرباني. شفقت.

**ڪِرپالُ:** ص (سن) رحمدل- ديالو.

**ڪِرپالاڻي:** اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**ڪِرپانَ:** ٿ (سن) ننڍي تلوار- وڏو خنجر.

**ڪِرپائڻ:** م. رحم ڪرڻ. ديا ڪرڻ. ٻاجهائي ڪرڻ.

**ڪَرِپڻ:** م. انجام ڪرڻ- ٻول ڏيڻ. قبول ڪرڻ- اقرار ڪرڻ.

**ڪِرپڻ:** ص. ڪنجوس- بخيل- شوم. بيمار- اگهو- ناچاق.

**ڪَريو:** ذ. ڏيڀ جو وڏو ڪنبو.

**ڪُرُڄ:** ذ. ڪک ڪانا- ڪچرو.

**ڪَرڄُ:** ذ. ڪاٺ ۾ خرابي.

**ڪِرچَ:** ٿ. ڏگهي ۽ سڌي تلوار (جنهن جا ٻئي پاسا وهڪ وارا هجن).

**ڪِرچڙي:** ٿ. پير جي آڱر ۾ پائڻ جي منڊي- وِرٽو.

**ڪِرچڪ:** ذ. سنهوان- ريٻون.

**ڪَرچ ڪَرچ، ڪِرچ ڪِرچ:** ٿ. وات ۾ پٿر يا ڪڪري جي ڪرٽجڻ جو آواز.

**ڪُرِجَٽ:** ٿ. سُڪي زمين ۾ سارين جي ٻج جي ڇَٽ- ڪورڙ.

**ڪَرخت:** ص (ف) سخت- ڏاڍو- ڪَهرو.

**ڪَرختگي:** ٿ. ڪَهراڻ- سختي (آواز جي).

**ڪُرد:** اسم خاص. هڪ قديم قوم جو نالو. (اڪثريت عراق ۾ آباد آهي).

**ڪردارُ:** ذ (ف) هلت- چال. طريقو- طرز. عمل. ورتاءُ.

**ڪَردگارُ:** ص (ف) قدرت جوڙيندڙ. خلقتهار. خالق. خدا تعالي.

**ڪَردگالي:** ٿ. بروهي بلوچن جي ٻوليءَ جو نالو.

**ڪَردنت:** ذ (سن) فعل مان نڪتل لفظ (اسم مفعول وغيره).

**ڪَرڏر:** ٿ. سليقہ شعاري- تيڙتاڙي ناهي جوڙي رکڻ جو سليقو.

**ڪُرڏُ:** ص. اڻ رڌل- ڏڏر ڦڏر (جانور).

**ڪَرڙ:** ص. سخت. ڪَهرو. اٺانگو.

**ڪَرڙ جَهرڙ:** سختي-ڏاڍائي.

**ڪَرڙ ڪُڇي:** ث. اڏوهي ۽ واري عورت- ڪرڙوڍ.

**ڪرڙُ:** ذ. هڪ مشهور وڻ ۽ ٻوٽو.

**ڪرڙ ڪَڪورجڻ:** ڪرڙن جو گُل جهلڻ.

**ڪَرڙاٽ:** ص. کهرو آواز- ڪَڙڪو.

**ڪَرڙڻ:** م. اڏوگابروڪائڻ- چٻاڙڻ. ڏندن سان آواز ڪرڻ.

**ڪَرڙو:** ص. سخت- ڏاڍو. تُند مزاج- کهرو. زبردست- ڏهڪاءُ وارو. (ث. ڪَرڙي).

**ڪَرڙي نظر:** ث. سخت نظرداري- چوڪسي- سنڀالَ.

**ڪُرڙو:** ذ. دريائي يا سامونڊي مڇي ۽ جو هڪ قسم- ڏنيرو.

**ڪَرڙوڍُ:** ص. جوانيءَ کان موٽيل- اڌڙوٽ.

**ڪَرڙي:** ث. ڪري جو سامونڊي وڻ. جنهن مان ڳاڙهو رنگ نڪري.

**ڪرڙي:** ث. "ڪرڙ" جو ننڍو ٻوٽو. ساندِ(چڇيءَ جهڙي)- چڇي.

**ڪُرڙي:** ث. ننڍي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڪرڙيو:** ذ. تلوار جو هٿيو- دستو.

**ڪرِسُ:** ذ. ٽامي جو ٿانءُ (خاص ڪري پاڻي پيئڻ لاءِ).

**ڪُرسُ:** ذ. آسمان جي آخري منزل- عرش ڪُرسي.

**ڪرستانُ:** ذ (انگ) عيسائي (خاص ڪري ٻئي مذهب مان عيسائي مذهب اختيار ڪندڙ).

**ڪرسٽل:** ذ (انگ) بلور. (ص) بلور جهڙو- بلوري.

**ڪرسرو:** ذ. ڪِنُ ڪچرو- گندگي. خارش- سُرسُر.

**ڪرسمس:** ذ (انگ) ڪرستانن جو وڏو ڏينهن.

**ڪَرسي:** ث. لوهه يا ٽينَ جي چَلَ.

**ڪرسي:** ث. ڪرفتي. چيتو. گند ڪچرو.

**ڪُرسي:** ث (ع) ڪاٺي يا لوهه وغيره جي چئن پايَن واري بينڪ (ويهڻ لاءِ). تخت. اڏاوت جي پيڙهه جي حد (جيڪا زمين کان مٿيري هجي).

**ڪُرسي سينگارڻ:** حڪومت ڪرڻ. ڪنهن بـ ڪم جو نـ هجڻ.

**ڪُرسي نشين:** ص. ڪُرسيءَ تي ويٺل. اختيار ڌڻي.

**ڪَرشمو:** ذ (ف) اک يا ڀِرون جو اشارو. ميچَ. ناز نخرو. عجيب غريب عمل.

**ڪرشمهٔ قدرت:** الله تعاليٰ جو اسرار- قدرت جو ڪرشمو.

**ڪرشنُ:** ذ (س) 'وشنو' جو اٺون 'اوتار' (جنهن جا اپديش "ڀڳونت گيتا" جي نالي سان مشهور آهن).

**ڪرشن پَڪُ:** ذ. چند واري مهيني جون چوڏهينءَ کان پوءِ واريون تاريخون.

**ڪَرشو:** ذ. لوٽو- ٽيو.

**ڪَرشي:** ث. ڪاوڙ- خار- غصو- چڙ.

**ڪَرشيون مارڻ:** غصي وچان ڏند ڪرٽڻ- خار کائڻ.

**ڪُرف:** ذ. ڪلف- قفل- تالو.

**ڪُرف ڪُنجي لڳڻ:** قابو ٿيڻ- بلا ٽُٽو ٿيڻ.

**ڪرفتي:** ث (ف: ڪرفت) گونهه. گندگي.

**ڪَرفَر:** ذ (ع) عزت آبرو. رعب تاب. ڏام ڏوم.

**ڪَرفيُو:** ذ (انگ) گهر ۾ بند رهڻ جو حڪم، جيڪو هنگامي حالتن ۾ نافذ ٿئي.

**ڪَرڪَ:** ث. هٿن مان وهي ويندڙ ٿلهي واري.

**ڪَرڪُ:** ذ (س) سيانٽو- ڪيڪڙو. برج سرطان. (ص) غريب- مفلس- جُوڪو.

**ڪَرڪُ گهيرو:** سرطاني گهيرو- خط جَدي.

**ڪرِڪَ:** ث. ڪاٺ جي ڪاني مان ٺهيل تير (جنهن ۾ لوهي چوٽي هجي).

**ڪرڪُ:** ذ. ننڍڙي چڙي جنهن ۾ هڪ يا ٻـ سنهڙيون لوهيون لارون هجن.

**ڪُرڪَ:** ث. بيمار جو آواز- ڇنگهه- ڪُنڪ.

**ڪرڪاءُ:** ذ. ٻچت سچت. گند- ٻهر.

**ڪُرڪُٽ، ڪُرڪُٽو:** ذ. سُڪل ڪاٺين يا ڏنگهرن جي ڀور.

**ڪُرڪُٽي:** ث. ڀِٽاني گجرن جو ساندا ٽو- آهوري.

**ڪرڪر:** ث. ڪلڪل- گهٻي. ريڙهه پيڙهه. ڪٽ ڦٽ.

**ڪرڪريو:** ص. گهٻي مچائيندڙ. وري وري چوندڙ يا گهر ڪندڙ.

**ڪُر ڪُر:** ث. ڪنهن شيءِ وڏيڪ ملڻ لاءِ اجائي يا وري گهرَ. اجائي گهر. گهٻي- ڪلڪل.

**ڪُرڪَرو:** ص. مضبوط- سخت. سگهو- زورپريو. دشوار- اٽانگو.

**ڪَرڪَش:** ص (س) کهرو- رُکو- ڪَڙڪ.

**ڪَرڪنات:** ذ. ڪارو ڪڪڙ، جنهن جون هڏيون بـ ڪاريون ٿين. (ص) ترڙو.

**ڪَرڪڻُ:** م. ڪُڪڙ جو آنا لاهڻ کان اڳ "ڪَر ڪَر" جو آواز ڪرڻ.

**ڪُرڪڻُ:** م. ٿوري ملڻ تي رِنگ ڪرڻ. گهٻي ڪرڻ. ڪنهن ڪم تي مرضي نـ هجڻ جي باوجود اهو ڪم ڪرڻ ۽ ناراضگيءَ جو اظهار ڪرڻ.

**ڪُرڪنو:** ص. ڳِڪ- ججا- ڀنڊ.

**ڪَرڪو:** ذ. ڪُڪڙن جي "ڪر ڪر". ڪونجن جي ٻولڻ جو آواز.

**ڪُرڪو:** ذ. رنج ڪنجھ. ڪَهي. ناراضگي.

**ڪَرڪي:** ث. ڪن ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

**ڪرڪيٽَ:** ث (انگ) بيٽ بال راند.

**ڪُرڪيڙ:** ث. سڪل زمين ڪي هر ڏيڻ جي حالت.

**ڪُر ڪيڙ ڀَڏڻ:** سڪي زمين ۾ ڪيڙ ڪرڻ. تڪليفون ڏيڻ- آزارڻ.

**ڪَرگس:** ث (ف) ڳجھ (پکي).

**ڪَرگَ:** ث. جبل جي بلند چوٽي.

**ڪَرگِلُ:** ذ. انبوهه- ميڙ. هُل- گوڙ.

**ڪَرگِڻ:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (ڪاري پاڻيءَ جي).

**ڪَرگهٽ:** ذ (س) درياءُ وغيره جي پاڻيءَ جو گهرڙاٽ (آواز).

**ڪُرل:** ذ. سامونڊي ٻيڙيءَ جو هڪ تختو (ويهڻ واري جاءِ کي آڏي ڏنل پٽي).

**ڪَرَلاهُو:** ص. خبر وٺندڙ. سار سنڀال لهندڙ. پرگهور ڪندڙ.

**ڪُرلائڻُ:** م. تنوارڻ- ٻوليون ڪرڻ (پکي). آلاپڻ.

**ڪَرَمُ:** ذ (س) ڪم- فعل. ڌرمي رسم. قسمت- نصيب- ڀاڳ.

**ڪَرم جو ڪاڍو:** ذ. قسمت جي ڇڪ- تقدير جو لاڙو.

**ڪرم هيڻَ:** ص. نڀاڳو- بدقسمت. نامراد.

**ڪَرَمچارِي:** ص. مجلس ۾ خدمتگار. ڪم ڪار جو ذميدار نوڪر. ڪارڪن.

**ڪَرَم قل:** ذ. ڪيتي جي سزا.

**ڪَرم ڪاندَ:** ث. (س) هندو ڌرم جا سڀڻ سانڱ- ڪريا ڪرم.

**ڪَرم ڪُٽڻ:** پنهنجي مقدر تي روئڻ.

**ڪَرمن کي چوڻ:** پنهنجي قسمت کي ڏوهه ڏيڻ.

**ڪَرمِي:** ص. ڀڀاڳو. سدورو- خوشقسمت.

**ڪَرَمُ:** ذ (ع) فياضي- سخاوت. مهرباني- عنايت. احسان.

**ڪَرم فرما:** ص. مهرباني ڪندڙ. عنايت ڪندڙ.

**ڪِرَم:** ذ (ف) ڪينئون. سڙندڙ جيت. سڙتو.

**ڪِرم خورده:** ص. جيتن جو کاڌل.

**ڪِرمَڻ:** ذ. پسار کي وکر جو هڪ نالو- گوساٿو.

**ڪِرمِچي:** ث (قرمزي) قرمزي رنگ (گلابي رنگ).

**ڪرمز:** ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسار ڪو وکر.

**ڪُرَمَش:** ث (ف: ڪورنش) بادشاهي سلام (جيڪو جُهڪي ڪبو آهي).

**ڪُرمُش:** ذ. اوسيئڙو. انتظار. ڳڻتي- پريشاني. انديشو.

**ڪَرمشي:** ذ (س) ڌرمي ڪم ڪندڙ.

**ڪَرمَندلُ:** ذ. ساڌو فقيرن جو ڪشتي نما ٿانءُ.

**ڪَرمَني:** ذ. گرامر ۾ اهو وهنوار. جنهن ۾ فعل. مفعول پٽاندر مٽجي.

**ڪُرمُوش:** ذ. هڪ قسم جو انڌو ڪوئو- ڇڇوندر.

**ڪَرن:** ث. ڪرتو. زريءَ جي پانڪ.

**ڪَرَن:** اسم خاص. ماٿهوءَ جو نالو. سنڌ جي هڪ سمي حاڪم جو نالو- جام ڪَرن.

**ڪَرناٽي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر ٿرڻ ۾).

**ڪَرناءِ:** ث. ساز جو هڪ قسم- نفيل.

**ڪَرنائڻ:** م. پاسا بدلائڻ. گهتو مينهن وسائڻ.

**ڪُرنجھ:** ذ. چانيو (تيلي ٻج).

**ڪَرنجهو:** ذ. (س: ڪرنجھ) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ڪنڊن وارو ٻوٽو.

**ڪُرَند:** ذ. ڏکيو رستو- ڪريل گس- ڪُوات- اوجهڙ.

**ڪَرَنڊ:** ذ. جوڳي فيقرن جو نانگ ڦاسائڻ جو ڪُلهي تي ڪنيل ڏول.

**ڪُرَنڊ:** ذ. ريتيءَ لاڪ مان ناهيل هڪ قسم جو پٿر. جنهن تي اوزار تکا ڪجن- لاڪ ۽ ريتيءَ مان ٺهيل سراڻ.

**ڪُرَنڊڻ:** م. ڇيو ڪرڻ- موڙڻ- ٽيڙو ڪرڻ.

**ڪُرَنڊو:** ص. جهڪيل- ڪبڙو- ڪَرونڊڙو.

**ڪَرَنڊي:** ث. تيل يا گيهه پري ڪڍڻ لاءِ ڏوئي جهڙو ماڻ- ٽپري.

**ڪُرنڊي:** ث. مُچو- موڙهل (وار).

**ڪَرنسي:** ث (انگ) ڪنهن ملڪ جو مروج سڪو.

**ڪَرنسي نوٽ:** ذ. روڪڙ طور ڪتب ايندڙ سرڪاري نوٽ.

**ڪُرَنگُ:** ذ. هڪ قسم جو هرڻ بارو جھ.

**ڪرنگھ:** ذ. هڪ قسم جو گاهه ۽ ٻج (جيڪو ڏٿ طور ڪم اچي).

**ڪَرنگهرُ:** ذ. ڪرنگهو- ٻنيءَ جو هڏو.

**ڪَرنگهو:** ذ. ٻنيءَ جو هڏو يا ڪنڊو- ٻنيءَ جي ڪنڊي وارو هڏو.

**ڪُرنگهو:** ذ. ڱڪو- ڪبڙو. نميل- وريل. اونڌو.

**ڪَرنَلُ:** ذ (انگ) فوج جو هڪ عملدار.

**ڪَرنو:** ذ. عرق ڪشيءَ جو ٿانءُ- قرنقل.

**ڪرنو:** ذ. گاهه جو هڪ قسم (خصوصاً مينهنون کائين).

**ڪَرنهن:** ث. خارش- کهه- سرسر. ڪراهت- سوگ. ڪاوڙ- بخيل.

**ڪَرنهن لاهڻ:** مار ڏيڻ- سزا ڏيڻ.

**ڪُرني:** ث. ڳنڍ ڳوڙهو. منجهيل وار.

**ڪَرَڻُ:** م. سرانجام ڏيڻ. عمل ۾ آڻڻ. ناهڻ- بنائڻ.

**ڪري ڏسڻ:** آزمائڻ- تجربو ڪرڻ.

**ڪري ڏيکارڻ:** ڪو ڪم ٻولائي ڪرڻ. مڪمل ڪرڻ. ڪامياب ٿيڻ. واعدو پورو ڪرڻ.

**ڪِرَڻُ:** م. ڊهڻ. لهڻ (اڳم). ڳهنجڻ. ذليل ٿيڻ. ڏڪ کائڻ. ضايع ٿيڻ. بستري داخل ٿيڻ.

**ڪري پوڻ:** ڊهي پوڻ. تباهه ٿيڻ. برباد ٿيڻ. ڏڪ کائڻ. بستري داخل ٿيڻ.

**ڪُرَڻُ:** م. پوسرڻ- پچڻ (ڦٽ. زخم).

**ڪُرنا:** ذ. ڪهل- رحم. قياس.

**ڪرڻو:** ذ (سن: ڪِرَن) سج جو ترورو. روشنيءَ جو جزو.

**ڪُرڻو:** ذ. خارش- کَم.

**ڪَرني:** ث. ڪم- عمل. قسمت- ڀاڳ.

**ڪَرني ڪور:** ذ. هندن ۾ ڌرمي رسمون ڪرائيندڙ- برهمڻ- ٻانڀڻ.

**ڪَرو:** ذ. ننڪر جو ڪُونرو- ڪُوزو.

**ڪَرو ڪانءُ ٿيڻ:** وچ ۾ ڏنو ٿيڻ.

**ڪُرو:** ص. ننڍين ڪَنن وارو. ٻنا ڪَنن جي. ڪَن وڍيل (چوپايو).

**ڪُرو:** ص. ڇا- ڪُڄاڙو.

**ڪُروبي:** ذ (ع) فرشتو- ملائڪ.

**ڪَروٽ:** ذ. پاسي ورائڻ جي حالت- پاسي بدل.

**ڪُروٽ:** ذ. جبل مان نڪرندڙ مُوميائي.

**ڪروڌ:** ذ. ڏمر- غصو- ڪاوڙ. ڪيئو- ڪلڪل. روچ راڙو.

**ڪروڌ ڪڍي ويهڻ:** ڏرتو ماري ويهڻ. ڪيئو ڪرڻ.

**ڪروڌجڻ:** م. ڪاوڙ ۾ اچڻ- چڙڻ. اجائي ريڙهه پيڙهه ڪرڻ.

**ڪروڌي:** ص. ضدي- تيسر.

**ڪَروڙ:** ث. هڪ قسم جو ڪاٺ، جنهن مان چوڙا ناهيندا هئا. هڪ قسم جي وَل.

**ڪُروڙ:** ص (سن: ڪَرُور) پوائتو- خوفناڪ. وحشي- خونخوار. ڪراهت جهڙو. مڪروه.

**ڪروڙ:** ذ. هڪ سَو لَکَ.

**ڪروڙ پتي:** ص. نهايت دولتمند- وڏو شاهوڪار.

**ڪروڙين:** ظ. سوين لکَ بيشمار- بي انداز.

**ڪَروڪَر:** ظ. هڪٻئي سان لاڳيتو. برابر (وهڪرو).

**ڪَرُول:** ص. هوشيار- ماهر- پَڙ. حرفتي- اٽڪلي.

**ڪَرُولي:** ث. زناني زيور جو هڪ قسم.

**ڪُرُوم:** ذ (انگ) تمام نرم. پر جٽادار چمڙو.

**ڪُرومرو:** ص. وٽيل سٽيل. ويڙهجي خراب ٿيل.

**ڪُرو مُرو ڪرڻ:** ڪاٺي ڪپاٺي ڇڏڻ. ڇَٽ ڪرڻ. ويڙهي حال ڪان ويجائڻ (ڪنهن شيءِ).

**ڪُرُونجهي:** ث. نديءَ قد واريءَ ٻندري ڪُڪڙ.

**ڪُرُونڊُ:** ص. ڦرب وارو- ڦرباٽو. يار ويس.

**ڪُرُوندجڻ:** م. ڳڪو ٿيڻ- ڪُٻو ٿيڻ- نوڙڻ. ڳول مول ٿيڻ. ڪومنجڻ- سوسڪڻ.

**ڪُرُونڊڙو:** ص. ڪُٻڙو- ڳڪو ٿيل (جسم). ويڙهجي سيڙهجي ڳڪ ڪيل (ٻار وڏو ماڻهو). (ث. ڪُرُونڊڙي).

**ڪُروو:** ذ. سنڪل- نوٽ.

**ڪَرويلو:** ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جي پاڙ پسار ڪي وڪر طور ڪم اچي).

**ڪَرَهَ:** ث (ع) نفرت. بڇان. ويڙهه- لڙائي.

**ڪَرَهه اُجهامڻ:** لڙائي بند ٿيڻ. معاملو ختم ٿيڻ.

**ڪَرَهه اچي ويهڻ:** نصيب ڦٽڻ- شامت اچڻ.

**ڪَرَهه لڳڻ:** نفاق پيدا ٿيڻ.

**ڪَرَهَ:** ث. ڪرهت- بڇان- سُوڳَ.

**ڪَرَهه ڪَڪري:** ث. هيرڻ يا هيرڻ جهڙي وڻ جو ٻج (چون ٿا ته اهو ٻج سون طور جنهن گهر ۾ اڇلبو، اُتي سدائين جهيڙو هوندو.).

**ڪَرَهه ڪَڪري اُڇلڻ:** جهيڙو وجهڻ- نفاق پيدا ڪرڻ.

**ڪُرَه:** ذ (ع) گولو.

**ڪُره ارض:** ذ. ڌرتيءَ جو گولو. زمين- ڌرتي.

**ڪُرهائي:** ث. جنگ- ويڙهاند- جهيڙو. ضد. نفاق.

**ڪَرهَلُ:** ذ. اُٺ- ڪَرهو.

**ڪَرهڻُ:** م. جهيڙو ڪرڻ. معاملو مچائڻ. نفاق وجهڻ.

**ڪَرهو:** ذ. اُٺ- ڏاگهو.

**ڪُرهو:** ذ (ف) ٻڪريءَ جو ٻچو- ننڍو ڦر- ڀَهرو.

**ڪُرهو:** ذ. ڏکيو- اڻانگو- دشوار. بدبودار. (ضد. سُرهو).

**ڪَرهوڙ:** ذ. ڪنواٽن جو وڳ.

**ڪَرَهي:** ث. ڪاٺين جي نهيل اونهي پيهي.

**ڪَري:** حرف جر. لاءِ- واسطي- ڪارڻ.

**ڪُري:** ث. پٽي وغيره ويهڻ لاءِ تين مان نهيل ڪرسي.

**ڪِري:** ث. پرهيز- رُڪ- سنڀال (ڪاڏي جي).

**ڪري ڪرڻ:** پرهيز ڪرڻ. پري رهڻ.
**ڪِري ڪاموري:** ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (ڏگهو قد، وڏا وارءِ ڪٽڪ رنگي).
**ڪرياتو:** ص. ڪِريءَ وارو. بيماريءَ ۾ پرهيزي ڪاڻ ڪائيندڙ. (ث. ڪرياتي).
**ڪرياتو:** ذ. هڪ پسار ڪووکر - چرياتو.
**ڪرياڙي:** ث. لغام - واڳ - مهار.
**ڪريا ڪرم:** ذ (سن) هندن ۾ مرتي جون ڌرمي رسمون.
**ڪرياٺو:** ذ. اناج ڪان سواءِ ٻي جنس - تيلي ٻج.
**ڪُريت:** ث. خراب روش. خراب رسم. اڻ رهائيندو عمل.
**ڪُريت ڪرڻ:** اڻ رهائيندو عمل اختيار ڪرڻ.
**ڪُريتو:** ص. ٻي ڍنگو. ڪلچتو.
**ڪريٽ:** ذ (انگ) ڪاٺ جي معمولي پيتي (روانگي واپار ۾ ڪتب ايندڙ).
**ڪريپ:** ذ (انگ) ڪچي ريشم جو سنهو ڪپڙو.
**ڪَريج:** ص. ڪَج - ڪجاڻ.
**ڪَريڙ:** ث. (سن) راند - وندر - ڪيڏ.
**ڪريڊٽ:** ذ (انگ) ساک. اُڌار - قرض.
**ڪُريز:** ث (ف) پکين جو پرا تا ڪنيپ ڇاڻي نوان ڪديل ڪنيپ.
**ڪُريز ڪڍڻ:** پکيءَ جا نوان ڪنيپ ڪڍڻ. جُٺ ڪرڻ - سيکت ڏيڻ. هدايت ڪرڻ.
**ڪُريزون کائڻ:** وڏوٿيڻ. هوشيار ٿيڻ. آزمودگار ٿيڻ.
**ڪَريلو:** ذ. هڪ قسم جي ٻوٽي جو ڦر (جيڪو ڪَڙو ٿئيءَ يا ڇيءَ طور ڪم اچي).
**ڪَريمُ:** ص (ع) گناهه بخشيندڙ يا معاف ڪندڙ. شريف. اعليٰ. سخي. ٻاجهارو. رحمدل. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو ۽ پڻ نبي سڳوري (ﷺ) جي هڪ وصف.
**ڪريمَ:** ث (انگ) ڪير مان مشين ذريعي نڪتل ستي.
**ڪَرِيما:** حرف ندا. اي ڪريم - اي خدا - يا خدا.
**ڪَريمي:** اسم خاص. شاهه عبدالڪريم رحه سان نسبت رکندڙ.
**ڪرين:** ث (انگ) جبري وزن ڪڻ واري هڪ مشين.
**ڪَرِينو:** ذ. عزت - مان. شرم - لڄ.
**ڪريل:** ص. ڊنل. محتاج. غريب. ذليل.
**ڪَريهُ:** ص (ع) خراب. بڇڙو - بدصورت. مڪروه. گدلو - غليظ.
**ڪَڙَ:** ث. وهڪري جو ڪپ - ڪنارو - ڪنڌي.
**ڪَڙَ ڪرائڻ:** زميندار جو پاڻيوار زميندارن جي ڪَڙ يا سپ پاڻ بند ڪري پنهنجي زمين ڏانهن وهائڻ.
**ڪَڙ:** ث. ڇنو - ڇپر - لانڍي.
**ڪَڙ:** ذ. جهجهائي - گهڻائي - ڪثرت.
**ڪَڙ ڪڻڻ:** گوءِ ڪڻڻ - وڏيڪ ٿيڻ.
**ڪُڙ:** ث. ٿڪ - ٿڪاوٽ.
**ڪَڙاڪَ:** ث. سختي - تڪليف - اهنج.
**ڪَڙاڪا ڪائڻ:** مشڪلاتون سهڻ - ڌاڪڙا ڏسڻ.
**ڪَڙاڪو:** ذ. ڪڙڪي وارو آواز. ڪڙڪو.
**ڪَڙاڪو ڪڍڻ:** وزم جو سُوٽو هڻڻ - دم هڻڻ.
**ڪَڙال:** ث. "ڪُوتي" جو هڪ قسم (جيڪا تلخ ٿئي).
**ڪَڙاڻ:** ث. ڪاراڻ - تلخي.
**ڪَڙا ويڙهه:** ث. اُها پناهگاهه جنهن ۾ ڪو اندر داخل نه ٿي سگهي (لوڙهو. ڪوٽ وغيره).
**ڪَڙاهُ:** ذ. وڏي ٽئي - ڪتاهه.
**ڪَڙاهي:** ث. ٽئي - ڪَتاهي.
**ڪَڙائڻُ:** م. ورچائڻ - بيزار ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ. ڪهڪائڻ. سوا دم ڪوڙو لڳڻ. قابو ڪرائڻ - ٻڌائڻ (زنجيرن ۾).
**ڪُڙائڻ:** م. ٿڪائڻ - ورچائڻ. ساڙڻ - جلائڻ. پوسرائڻ.
**ڪُڙائجي وڃڻ:** ٿڪجي پوڻ - چُور ٿيڻ. ڪُروندڙو ٿيڻ.
**ڪَڙائي:** ث. ڪڙاڻ - ڪاراڻ. تلخي.
**ڪَڙپ:** ث. جوئر يا ٻاجهر جا ڪانا.
**ڪَڙباٽ:** ذ. گهوڙي جي هلڻ وقت سُڻبي جو آواز.
**ڪَڙباٽ ڪرڻ:** ڀڄڻ - ڊوڙ پائڻ (گهوڙي جو).
**ڪَڙٻجڻ:** م. ٿڪجي پوڻ - ڪُڙجڻ - چُور ٿيڻ.
**ڪَڙاڪَ:** ث. گاهه جو هڪ قسم. مينهن جو هڪ قسم.
**ڪُڙتو:** ذ (ف) پهراڻ.
**ڪَڙجڻُ:** م. ٻڌجڻ - سوکهو ٿيڻ.. زنجير يا رسي سان قابو ٿيڻ.
**ڪُڙجڻ:** م. ٿڪ سبب بند جي پوڻ. ٿڪجڻ.
**ڪَڙچ:** ذ. سنڪل ڪک ڪانا - ڪهجر. ياڻ جو چُورو.
**ڪَڙڇ:** ذ. رڌڻ يا پچڻ لاءِ لوهه جي ڏوئي.
**ڪَڙڇَ:** ث. ڪنچ - ڪندَ.
**ڪَڙڇي:** ث. ڪنچي - ترٽي.
**ڪُڙدَ:** ث. ڊوڙ - ڀاڄ - ٽپي.

**ڪُڙد ڪرڻ:** تکو دوڙڻ- ڌاپي ڪٽڻ- پڄڻ.

**ڪَڙسو:** ذ. مٽيءَ جو پڪل مَٽ- مَٽڪو.

**ڪَڙڪ:** ص. سوڪ- ڌاندڻ تي سوڪَ پڪل. تند مزاج- ڪَهرو.

**ڪُڙڪَ:** ث. ڪنن جي پاپڙين ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

**ڪَڙڪاٽُ:** ذ. ڪڙڪي وارو آواز- ڪڙڪو. زوردار آواز.

**ڪَڙڪَڙ:** ث. سخت آواز- وڏو آواز. ڏاڍيان ڳالهائڻ.

**ڪُڙ ڪُڙ:** ث. ڪُڪڙن جو آواز. ڪُڪڙن کي هڪلڻ لاءِ آواز.

**ڪَڙڪائڻُ:** م. زورسان ڦهڪائڻ. نازل ڪرڻ.

**ڪُڙڪ ڪُڪڙ:** ث. آري تي وينل ڪُڪڙ.

**ڪَڙڪَندي پوڻ:** مصيبت نازل ٿيڻ- آپدا پوڻ.

**ڪَڙڪَڻُ:** م. مٿان اچي ڪرڻ- نازل ٿيڻ. اوچتو مٿان پوڻ. زور سان ڳالهائڻ. ڪڙڪو ڪرڻ.

**ڪَڙڪو:** ذ. زوردار آواز. وڏو آواز. زورسان ڳالهاءُ.

**ڪَڙڪيلو:** ص. ڪَڙڪو ڪندڙ- گوڙ وارو.

**ڪُڙل:** ذ. هڪ قسم جو آبي پکي. (ص) قداور- ڊگهو (ماتهو).

**ڪُڙل هڻڻ:** وڏيون پرانگهون پرڻ- لاپڙيا هڻڻ.

**ڪَڙلاءُ:** ذ. پڙلاءُ. ڪڙڪو. گونج.

**ڪَڙمُ:** ذ. طريقو- طور. نمونو. ڍنگ- سليقو.

**ڪُڙمُ:** ذ. ڪٽنب- خاندان. ويجها عزيز. قبيلو.

**ڪُڙم قبيلو:** ذ. گهرءِ راڄ- مٽ مائٽ.

**ڪُڙمپو:** ذ. پوکي راهيءَ جو ڌندو- هارپو.

**ڪُڙمي:** ص. هاري. ڪاشتڪار.

**ڪُڙمياتو:** ص. ڪڙميءَ وارو- هاريءَ جو. هارپو. ڪُڙم وارو- اولادي.

**ڪَڙنگُ:** ص. ڏبرو- هيٺو- اپرو- ضعيف.

**ڪَڙڻُ:** م. زنجير سان ٻڌڻ. سوگهو ڪرڻ- قابو ڪرڻ.

**ڪَڙڻُ:** م. آزمودو پرائڻ- واقف ٿيڻ. جفا ڪشي ڪرڻ. چڙو چڙ ٿي وڃڻ.

**ڪَڙو:** ذ. ڪنڊو (لوهي). لوهي ڇلو. دائرو- حلقو. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ زيور- ڪنگڻ. (ص) سخت- پڪو. ڏکيو.

**ڪَڙو چاڙهڻ:** جادو منتر وغيره پڙهي دائري ۾ بند ڪرڻ.

**ڪَڙو قائم ڪرڻ:** دروازو بند ڪرڻ.

**ڪَڙو هڻڻ:** ڪَڙو ڪڙڪائڻ. سنڌ ڏيڻ- خبر ڏيڻ. قابو ڪرڻ- بند ڪرڻ.

**ڪَڙي راند:** اسم خاص. هڪ قسم جي ٻارن جي ديسي راند- ڌاپوراند.

**ڪَڙو، ڪَوڙو:** ص. ڪارو- تلخ (ذائقو). (ث. ڪَڙي. ڪوڙي).

**ڪَڙو ٿيڻ:** ڪارو ٿيڻ. تلخ ٿيڻ. سخت مزاج ٿيڻ.

**ڪَڙو لڳڻ:** سواد ۾ تلخ لڳڻ. ڳالهاءُ نه وڻڻ.

**ڪَڙا وات وڄهڻ:** کهروڪ لهائڻ- هُڏيون ڏيڻ.

**ڪَڙو تيلُ:** ذ. ڄانيي جو تيل.

**ڪَڙو ڪرڻ:** ترڪ ڪرڻ. دستبردار ٿيڻ.

**ڪَڙي ڦوڪَ:** ث. چلم حقي وغيره جي ڦوڪَ.

**ڪَڙو:** ذ. ڌنيءَ جي ڪانين مان نهيل ڪارو- ڏنهو. چڪ (چِڪ)- ٽڏو.

**ڪُڙو:** ذ. پيهن تي هلڻ واري حالت- ڪُڙيو.

**ڪُڙا ڪٽڻ:** پيهن تي هلڻ. تيار ٿيڻ- سنبرڻ.

**ڪَڙواءُ:** ذ. آواز- پڙلاءُ- لحن.

**ڪَڙول:** ذ. پختي شيءِ.

**ڪَڙولو:** ذ. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهُ- ڪنگڻ.

**ڪَروڙي:** ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**ڪَڙه:** ث. لنگهه- گذر- ٻنيو.

**ڪُڙه:** ث. گهوڙن جو ٿان. ٻچيداني- ڪُک. هينون- دل.

**ڪُڙه سوڙهي:** ث. پيٽ واري عورت (جنهن جو پيٽ ڪدوءَ وانگر اڀو نڪتل هجي)- حامله.

**ڪَڙهڻُ:** م. اوٻارجڻ- ٽهڪڻ. رڌجڻ. سڙڻ- پچڻ. رنجيده ٿيڻ. اندر ۾ جلڻ.

**ڪَڙهي ڪَڙهي:** سورڪائي- تڪليفون ڏسي.

**ڪُڙهڻُ:** م. جلڻ- پچڻ. بيقرار ٿيڻ. تڙپڻ- ڦٿڪڻ.

**ڪُڙهو:** ص. بهادر- سورهيه.

**ڪَڙهي:** ث. بصر پٽاٽن يا بيسڻ وغيره جو ٻوڙ.

**ڪُڙهي:** ث. مڇي ڦاسائڻ لاءِ ڪانين ءِ جاريءَ مان نهيل هڪ اوزار.

**ڪُڙهيون ڪرڻ:** وڏيل پوٽن جون ستيون هڻڻ.

**ڪَڙي:** ث. پير ۾ پائڻ جو ڳهه. لوهي تار مان نهيل ڪَڙي. جيئن سون طور پير ۾ پائين.

**ڪَڙيون پوڻ:** جڪڙجڻ- قابو ٿيڻ. بندشون عائد ٿيڻ.

**ڪَڙي ڪُني:** ث. ڦوتيءَ جي گهروارن لاءِ ڪيل مانيءَ جو ويلو.

**ڪُڙيالو:** ذ. جهيڙو- ويڙهه. گوڙ- ڌمچر.

**ڪُڙيالو ڪڍڻ:** فساد ڪرڻ. هُل ڪرڻ.

**ڪَڙي چڙهڻ:** سوگهو ڪرڻ- مضبوطيءَ سان ٻڌڻ. محبت ۾ جڪڙڻ.

**ڪَڙيو:** ذ. ننڊوو واهڙ. ننڊوو واهه. وڏي ڏڏ. پوٽي پوڻ جو گونج.

**ڪَڙيا بَدَنَ:** انهن جو ڪري پور بدران پن گوَنج ڪڍڻ.
**ڪڙيو:** ذ. وڏو ڪوٽ. ٻهراڻ- انگرکو- ڪڙتو.
**ڪُڙيو:** ذ. پير جو ڪڙي ءَ وارو حصو- ڪُڙيو.
**ڪُڙيا ڪڻڻ:** پيرن تي ويهڻ.
**ڪُڙيو هلڻ:** پيڏ ڏيئي هلڻ. منڊ ڪائي هلڻ.
**ڪَز:** ص ( ( ف ) ڏنگو- ڦڏو- وريل.
**ڪَز دُم:** ذ. وِڇون ( جنهن جو پُڇ وريل ٿئي ).
**ڪَزَن:** ذ ( انگ ) چاچي جو اولاد- سؤٽ.
**ڪَزَڻ:** م. سُسڻ- سوس ڪائڻ. تڙ ڪڻ. ڪنبڻ.
**ڪُزو:** ص. ڪنجوس. منڪر.
**ڪَزي:** ث. وڏن ڪنن واري ٻڪري.
**ڪُزي:** ث. مٽي ڪوڙائڻ بعد ڪَن هيٺان چڏيل ٿورا وار.
**ڪَس:** ذ ( ف ) ماڻهو- آدمي. فرد- ڄڻو.
**ڪَس و نا ڪس:** ذ. هر ڪو ماڻهو- عام خاص.
**ڪَسُ:** ث. ڪَمِ- ڪوٽ. نقصان- ٽوٽ.
**ڪَسَ ڪَسَّر:** ث. ڪمي پيشي- ٿوري گهٽي. نفعو نقصان.
**ڪَس ڪور ڪرڻ:** گهٽ وڌ ڪري پورو ڪرڻ- سانگ صرفو ڪرڻ.
**ڪَس لائِڻ:** نقصان وجهڻ- گهٽتائي ڪرڻ.
**ڪَسُ:** ذ. زنگ- ڪٽُ. سنڌ ۽ ٿر جي دنگ واري ڪنارَ. واپار ۾ گهاٽو.
**ڪَسُ ڪائڻ:** نقصان سهڻ. مناسب اگهه ڪان وڌيڪ ڏيڻ.
**ڪَسُ لاهڻ:** دل صاف ڪرڻ- اندر اجرو ڪرڻ. ٿانون تان ڪٽ لاهڻ.
**ڪسُ:** ذ. ڪسارو- ڪارو- ٻاڙو. ڪَسيل.
**ڪُسُ:** ذ ( ف ) شرمگاه ( عورت جو ).
**ڪَسابَ:** ذ. زمانا- ايام ( جمع ۾ ڪتب ايندڙ ). قديم وقت- آد جڳاد.
**ڪَسابو:** ذ (ع: قصابہ) اهو ٽڪنڊو رومال جيڪو عورتون مٿي کي ٻڌن.
**ڪَسادَ:** ث (ع) بازار ۾ ڪنهن چيز جي موڙي. اگهه ۾ لاٿ.
**ڪَساد بازاري:** ث. بازار جي موڙي- شين جي اگهه ۾ ٽڌائي.
**ڪُساڏو:** ص. ڪوڙو- ڪوٽو. فريبي- دغاباز.
**ڪَسارِ:** ث. سواد- ذائقو. لذت- مزو. لطف.
**ڪَسارو:** ص. "ڪَسُ" جي ذائقي وارو. تلخ. ڪارو. ٻاڙو.

**ڪُساڪو:** ص. ڪُوڙو- بي اعتبار.
**ڪَسائِڻ:** م. رگڙڻ- رنگ ڪرائڻ ( ڪپڙو ). آزمائڻ- پرکڻ.
**ڪَسائِي:** ث. ڪَسي هڻڻ واري حالت. ڪوٽ. اوڻائي. ڪچائي.
**ڪَسائي پَڪائي:** گهاٽي واڌي- ڏک سک- رنج راحت.
**ڪَسَبُ:** ذ (ع) اُپت. هنر- ڌنڌو. بدپيشو.
**ڪَسب ويري:** ص. ڌنڌي ۾ ريس ڪندڙ. حسد- ساڙيلو. ٻهاڄ ( زال ).
**ڪَسبائتو:** ص. هنرمند- ڪاريگر- استاد. هُنر يا ڪاريگري ءَ جو.
**ڪَسبَت:** ث. حجامن جي اوزارن رکڻ لاءِ چمڙي جو ٿيلهو- ياني.
**ڪَسبِڻ، ڪَسبياڻي:** ث. بدپيشو ڪرائيندڙ ( عورت ).
**ڪَسُبو:** ذ. ڪلابات- مُقيس- وٽيل زَري.
**ڪَسبِي:** ص. ڪسب ڪرائيندڙ. بدپيشي. دلال- يڙوو.
**ڪَستُ:** ذ. جوش- ڪاوڙ. قصد- ارادو.
**ڪَستانُ:** ذ. حيثيت- شخصيت.
**ڪَستائِي:** ص. ڪوٽ- قلت. لاٿ. اوڻائي.
**ڪستو:** ذ. پنڻ جو ڪاسو ( دريائي ناريل جو اڌ، جيڪو فقير گدائي لاءِ ڪتن ).
**ڪستو ڪڻڻ:** پنڻ- گدائي ڪرڻ.
**ڪَستُور:** ذ. ڪڙهيا شيخ وارو ڪُڪڙ- شيخَر.
**ڪَستُوري:** ث. ڪٿوري- مُشڪ.
**ڪُستيزَن:** ذ. چالاڪ- عيار- حرفتي. گار لاءِ ڪتب ايندڙ بدلفظ.
**ڪَسٽَرڊ:** ذ ( انگ ) ولايتي کيرڻي.
**ڪَسٽَم:** ذ ( انگ ) محصول- ناڪو. چُنگي.
**ڪَسٽڊي:** ذ ( انگ ) حفاظت ۾ رکڻ- محافظت.
**ڪَسجڻُ:** م. ڪَٽجڻ- زنگ لڳڻ.
**ڪَسَرَ:** ث. فائدو- واڌي. ( ص ) برتر- وڌيڪ.
**ڪَسرائتو:** ص. ڪَسَر وارو- فائدي وارو. وڌيڪ- گهڻو. پڪو- پختو.
**ڪَسَرَ، ڪَسَرِ:** ث (ع) ياءَ. زير جي نشاني. ڪمي- گهٽتائي. گهاٽو- نقصان.
**ڪَسرِ شانِ:** ث. عزت جي گهٽتائي. عزت جي خلاف.
**ڪَسرِ نَفسي:** ث. پاڻ کي گهٽ ظاهر ڪرڻ.
**ڪَسر رهجي وڃڻ:** ڪا ڪمي رهڻ- ڪوتاهي ٿيڻ. نقصان رهجي وڃڻ.
**ڪَسَر ڪڍڻ:** ڪمي پوري ڪرڻ- ٻئي مان نقصان جو پورائو ڪرڻ. خارپلڻ. ويروٺڻ.

ڪُسَرُ: ذ. ڪوڙو سَر- خراب سَر. گندي پاڻيءَ جي ڍنڍ.
ڪسريٰ: ذ(ع) "خسرو" جو معرب. ايران جي قديم بادشاهن جو لقب.
ڪَسَرت: ث(ع) ورزش. مشق.
ڪسرت ڪرڻ: ورزش ڪرڻ. رياضت ڪرڻ. ڏنيري ڏيکارڻ. مشق ڪرڻ.
ڪَسرَتي: ص. ورزش ڪندڙ. سگهارو.
ڪَسرڪَٽ: ذ. دل جي ڪَس. چڙ- غصو.
ڪَسَرڻُ: م. وڙهڻ- جهيڙو ڪرڻ. جنگ ڪرڻ.
ڪُسرو: ص. ڪارو- ڪسارو. بي عادتو. ڪُلچتو.
ڪَسَڙُ: ذ. ڪک ڪانن جو ڍير. ڍڳ- ڍير.
ڪُسڪُ: ذ. پوري مڀ ڪان ڪجه گهٽ.
ڪُسڪَ: ث. چنگه- ڪنڪ. رينگو.
ڪُسڪَڻُ: م. ڪنڪڻ- ڪرڪڻ. ڪنجهڻ.
ڪَسڪو: ذ. ڪهڪاءُ- درد- ارمان.
ڪَسَل: ث(ع) سُستي- آرس.
ڪَسلمَندي: ث. آرس- سُستي.
ڪَسلي: ص. ٿوري عقل واري- موڳي- پورڙي.
ڪُسمبو: ذ. هڪ نشيدار وڪر- ڪسونبو.
ڪَسمپُرسي: ث(ف) ننڌڪائي- لاوارثي.
ڪسمرو: ذ. ڪِن ڪچرو- گندگي- غلاظت.
ڪسمري: ث. ڳاڙهي مرچ- لال مرچ.
ڪُسنَگُ: ذ(سن) خراب صحبت- ڪني دوستي.
ڪَسَڻُ: م. ڪَشڻ. ڇڪي ٻڌڻ.
ڪُسَڻُ: م. ذبح ٿيڻ. قتل ٿيڻ. خون ٿيڻ.
ڪَسٽو: ذ. ڪَشو- تسمو- ڏوري. پاڪيءَ کي تيز ڪرڻ لاءِ چمڙي جي پٽي.
ڪَسٽي: ذ. زناني چولي کي پويان ٻڌڻ جو ڌاڳو.
ڪَسو: ص. گهٽ- اُوتو. اڻپورو- گهٽ (تور. وزن يا ماهيت ۾) (ث. ڪَسي).
ڪَسو ڪرڻ: لڄي ڪرڻ- شرمسار ڪرڻ.
ڪسو پڪو، ڪَسو ڪاندو: ص. گهٽ وڌ- ڪم و بيش. جهڙو تهڙو. ايرو سيرو.
ڪَسو پَڪو ٿيڻ: گهٽ وڌ ٿيڻ. پاڻ ۾ وڙهڻ- ڏند ڏيڻ.
ڪَسُوترو: ذ. گهٽ- ڪَسو. سادو- ايرو.
ڪَسُوتري: ث. ٿوري آلي شيءِ- گهميل- آڌوڪي.
ڪَسوَتو: ذ. ارمان- ڏک. انتقام- بدلو. دشمني- عداوت- بغض.
ڪَسوَتو اچڻ: ڪهڪاءُ اچڻ. بدلو چڪائڻ.
ڪَسوَتي: ث. سون چاندي پرکڻ جو پٿر. پرک- آزمائش.
ڪُسُوف: ذ(ع) سج گرهڻ.
ڪَسُومَت: ث. "خصومت" جو بگاڙ- وير- عداوت.
ڪَسُونبو: ذ. هڪ قسم جو گل (جنهن مان گلابي رنگ نڪرندو آهي). هڪ قسم جو پسارڪو وکر. آفيم (جنهن جو نشو ڪجي).
ڪَسُونبا ڳارڻ: نشا ڪرڻ.
ڪَسي: ث. پاڻيءَ جي اڏ- نالي (پاڻيءَ جي).
ڪَسي: ث. ڪري پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.
ڪَسير: ذ. هڪ قسم جو جابلو وڻ.
ڪَسيرو: ذ. پتل يا ٽامي جا ٿانو ٺاهيندڙ يا وڪڻندڙ. اڳاڻي وقت جو ٽامي جو هڪ سڪو (پئسي جو چوٿون حصو).
ڪَسيرا معاف ٿيڻ: هلڪا ڏوهه گناهه معاف ٿيڻ.
ڪَسيري جو ڪرڻ: بيعزتو ڪرڻ- ذليل ڪرڻ.
ڪَسيري جو ڪم: فضول ڪم. رواجي ڪم. بيعزتيءَ جهڙو ڪم.
ڪَسيرڪَ: ص. ڪسيري جي مُلهه جو. بيعزت. رذيل- ڪميڻو.
ڪَسيسُ: ث. ڇڪ- ڪشش- ٽانگهه. تڪليف. ايذاءُ. غصو- جوش.
ڪَش: ث(ف) پيچي (چانورن جي). رَسُ. رَبُ (جَوَن وغيره جي).
ڪَش: ص(ف) ڇڪيندڙ- مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم ايندڙ (جيئن جفاڪش. بادڪش وغيره).
ڪَشُ: ص(ف) خٽي يا ٻيڙيءَ جي ڦوڪَ- سوٽو- دَمُ.
ڪَشُ ڀرڻ: وزم جو سُوٽو هڻڻ.
ڪَشَ: ذ. چمڙي جي وڌي- ڪَشو. پٽو (اُٺ يا گهوڙي جي تنگ ڇڪڻ لاءِ).
ڪَش ٻڌڻ: تنگ قابو ڪرڻ.
ڪُش: ص(ف) مارينڌڙ- مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ (جيئن جراثيم ڪُش. محسن ڪُش وغيره).
ڪُشا: ص(ف) کوليندڙ. مرڪب لفظن ۾ صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ (دلڪشا. قبض ڪشا وغيره).
ڪُشادگي: ث(ف) ويڪر- فراخي. وسعت- ڦهلاءُ- پکيڙ.
ڪُشادو: ص(ف) پکڙيل- کُليل. ويڪرو. وسيع. موڪرو- خلاصو.
ڪُشادي پيشاني ٿيڻ: خيالن ۾ وسعت پيدا ٿيڻ- بغض ۽ تعصب هليو وڃڻ.
ڪُشادل: ص. وڏي دل وارو. سخي- فياض.

**كَشاكَشَ، كَشاكَشي:** ث (ف) ڇڪ تاڻ. ڏڪ ڏڪاڻ. وٺ پڪڙ.

**كَشالُ:** ص. پُرَ- پريل- ٽمٽار. محبتي- خلوص مند.

**كَشالو:** ذ. سخت محنت. وڏي جاکوڙ. ڪوشش. تڪليف- هلاڪي.

**كَشالو سِرِ تي كَڻَڻ:** مصيبتن کي مُنهن ڏيڻ لاءِ مُڙس ٿي بيهڻ.

**كَشالو كَڍڻ:** وڏي جاکوڙ ڪرڻ. وڏي مصيبت مان پار پوڻ.

**كشت:** ث (ف) پوک- کيتي- ٻَني.

**كُشت:** ذ (ف) قتل- خونريزي.

**كُشت و خون:** ذ. خونريزي- قتل عام.

**كشتو:** ذ. ڪستو- ڪشڪول- پنڻ جو ٿانءُ.

**كشتي ۾ كَنا:** آخري پساهه- حياتيءَ جا پويان ڏينهن.

**كُشتو:** ذ (ف) ماريل. دوا طور پيٺل (ڌاتو يا وکر).

**كُشتو كرڻ:** اڪسير بنائڻ- ڌاتو مارڻ.

**كشتوارُ:** ذ. زمين جي ورهاست. حصي رسيد.

**كِشتي:** ث (ف: ڪَشتي) ٻيڙي- ناؤ.

**كِشتي بازي:** ث. ٻيڙين پڇائڻ جي ريس.

**كِشتيبان:** ص. ٻيڙي هلائيندڙ- نڪئو- ٻيڙياتو.

**كُشتي:** ث (ف) هڪ قسم جي پهلواني واري راند (جنهن ۾ هڪڙو پهلوان ٻئي کي دسي سرسي ڪري). زورآزمائيءَ واري راند.

**كُشتي كمائڻ:** ملهه وڙهڻ. زورآزمائي ڪرڻ.

**كَشٽ:** ذ (سن) خرابي- بَدِي- بڇڙائي. مصيبت- تڪليف. جاکوڙ- پيڙا. آزار. پورهيو.

**كَشٽ كَڍڻ:** محنت ڪرڻ. جاکوڙ ڪرڻ. بکون ڪاٽڻ. تڪليفون پوڳڻ.

**كَشٽي:** ص. مصيبت جو ماريل. بيمار- مريض.

**كُشراَ:** ث. خراب هلت. بي انصافي.

**كُشرايون كرڻ:** خراب هلت هلڻ. بي انصافي ڪرڻ.

**كَشش:** ث (ف) ڇڪ- تانگهه. اُڪير. رغبت- جاذبيت.

**كَشَش اتصالَ:** ث. همبستري- سنجوڳ.

**كَشش ثَقل:** ث. ٻن شين جي پاڻ ڇڪيندڙ قوت. زمين جي ڇڪ.

**كَشَش كيميائي:** ث. ٻن شين جو پاڻ ۾ ملي ٽين شيءِ بنجڻ واري قوت.

**كَشش مَقناطيسي:** ث. چقمقي ڇڪ.

**كَشَفُ:** ذ (ع) کولڻ- ظاهر ڪرڻ. ظهور. انڪشاف. تصوف ۾ غيب جي اسرارن ظاهر ٿيڻ واري منزل.

**كشف و كرامات:** ث. ڪرامتن جو ظهور. اسرارن جو ظهور. غيب مان ظاهر ٿيندڙ ڳالهيون.

**كَشَكُ:** ذ. اَن جي پلاڻ کي قابو ٻڌڻ لاءِ هڪ رسو.

**كُشكَڻُ:** م. چوڻ- ڪڇڻ. ٻَڪڻ. دانهن ڪرڻ- چِنگهڻ.

**كَشكولُ:** ذ (ف) ڪچڪول- ڪِستو.

**كَشلَتَ:** ث. تدبير- اٽڪل. رٿ- صلاح.

**كِشمش:** ث (ف) انگورن جو هڪ قسم- ننڍا سُڪل انگور.

**كِشمشي:** ذ. ديسي شراب جو هڪ قسم- انگوري شراب.

**كَشمَكَش:** ث (ف) ڇڪ ڇڪان- ڇِڪَتاڻ. ڀڄ ڊوڙ. ريڙهه پيڙهه. گهل گينداڙ.

**كَشميرُ:** اسم خاص. پاڪستان جي اُترئين علائقي واري هڪ رياست (جنهن جو اڌ ڀارت جي قبضي ۾ آهي). (ص) سرسبز. آباد. سائو.

**كَشميرو:** ذ. هڪ قسم جو اوني ڪپڙو (جيڪو ڪشمير ۾ ٺهندو هو).

**كَشميري:** ث. هڪ قسم جي اعليٰ درجي جي شال. ڪشمير جي ٻولي. (ص) ڪشمير سان نسبت رکندڙ.

**كَشنيزُ:** ذ (ف) ساوا ڌاڻا- ڪوٿمير.

**كَشَڻَ:** ث. ٻاڪڙي کي اُٺ سان ٻڌڻ جي رسي.

**كَشَڻُ:** م. ڇڪي ٻَڌڻ. ڇِڪَ ڏيڻ. سوگهو ٻَڌڻ.

**كَشي بَڌڻ:** مضبوطيءَ سان ٻَڌڻ. ٻَڌي سُڪ ڪرڻ.

**كَشَو:** ذ. ڪَشو- وَڌِي (چم جي).

**كُشَن:** ذ (انگ) گاديلو- گدو- صوفو.

**كَشو:** ذ. سَٽ يا چم جي ڏوري. بُوٽ جو ڏاگو. ڏوري.

**كشوَر:** ذ (ف) مُلڪ. ولايت.

**كِشورُ:** ص. ڳڀرو- جوان. ڇوڪرو.

**كشور اوستا:** ث. ٻالپڻ- صغيري.

**كَشُولُ:** ذ. ڪاٺ جو سُوئو.

**كَشي:** ث (ف) ڇڪڻ- ڪڍڻ- مرڪب لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ (جيئن تصوير ڪشي، دم ڪشي وغيره).

**كُشي:** ث (ف) مارڻ- مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ پڇاڙي (جيئن خودڪشي وغيره).

**كَشيدگي:** ث (ف) ڇڪتاڻ. جهيڙو. اختلاف. ناراضگي.

**كَشيَل:** ص. پرڪيل- آزمايل. عادتي- هريل. جوٽيل- پلاٽيل (وهٽ).

**ڪَشينگُ:** ذ. ٻلاڻ سبڻ جو سُئو.

**ڪَعَبُ:** ذ (ع) مُريو. مُريي جو هڏو. ڇڪو- ڏارو. ڇهن پاسن واري شيءِ.

**ڪَعَب ماپُ:** ذ. ڇهپاسائين ماپ.

**ڪَعبو:** ذ (ع) ڪعبة الله (مڪي شريف واري اُها متبرڪ جاءِ جنهن جو بنياد حضرت ابراهيم عليہ السلام رکيو هو ۽ جنهن ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهجي).

**ڪَعبو ڍاهڻ:** دل ٽوڙڻ. محبت ۾ رُخنو وجهڻ.

**ڪَعبو قبلو:** مقدس جاءِ. احترام جو مقام.

**ڪَف:** ٿ (ف) جهڪَ- ڦيڻ. ڳَفَ. ٿُڪَ.

**ڪَف:** ٿ (ع) ترِي (هٿ جي).

**ڪَفُ:** ذ (انگ) قميص جي ٻانهن واري پٽي (جنهن ۾ بٽڻ هڻجي).

**ڪُف:** ذ. گهراڻو- خاندان. ڪٽنب.

**ڪُفار:** ذ (ع) "ڪافر" جو جمع.

**ڪَفارت، ڪَفارَه:** ذ (ع) گناهہ جو عيوض (جيڪو روزو رکي يا خيرات ڪري ادا ڪجي)- ڪَڏرو.

**ڪَفالَتَ:** ٿ (ع) ذميداري.

**ڪَفايَتَ:** ٿ (ع) پورت. قناعت. بچت. صرفو.

**ڪَفايت شعار:** ص. گهٽ خرچ ڪندڙ- سانگ صرفي وارو.

**ڪَفايَت شعاري:** ٿ. بچت. گهٽ خرچ- صرفو.

**ڪَفايَتي:** ص. بچت وارو. سستو- سهانگو.

**ڪُفرُ:** ذ (ع) انڪار. خدا کي نہ مڃڻ. سچي دين کان انڪار. بي ديني. ناشڪري.

**ڪُفرُ بَڪڻُ:** بي دينيءَ جون ڳالهيون ڪرڻ. ڳارگند ڪرڻ. بيهوده ڳالهائڻ.

**ڪُفرانِ نعمت:** ٿ. ناشڪري. احسان فراموشي.

**ڪُفُرستانُ:** ذ (ف) ڪافرن جو ملڪ. بي دينيءَ وارو ملڪ.

**ڪَفش:** ٿ (ف) جُتي- پيزار- پاپوش.

**ڪَفش بَردار:** ص. جُتيون کڻندڙ. حقير- ادني درجي جو. ٻڍو ٻانهو.

**ڪَفش دوز:** ص. جُتيون ڳنڍيندڙ- موچي.

**ڪَفگيرُ:** ذ (ف) ڌاتوءَ مان ٺهيل ڏوئي. وڏي ڦرسان ڏوئي. جنهن سان ديگ رڌجي- ڪَپڪير.

**ڪَفَنُ:** ذ (ع) لاش کي اوڍائڻ جو سنيد ڪپڙو- جوڙي پوتي.

**ڪفن بَڌڻ:** سرڏيڻ جو ارادو ڪرڻ.

**ڪفن دفن:** ذ. لاش کي جوڙي پوتي ڏيئي پورڻ.

**ڪفن رُلائڻ:** موت کان پوءِ بہ لاش کي تڪليف ڏيڻ.

**ڪَفن ڪوس:** ص. قبر مان ڪفن چورائيندڙ- ڪفن چور.

**ڪفن ميرو نہ ٿيڻ:** مريو وڃڻ کي گهڻو وقت نہ گذرڻ.

**ڪفن نصيب نہ ٿيڻ:** لاش رلڻ. دربدر ٿي مرڻ. بي ڪفنو ٿي مرڻ.

**ڪَفنائڻُ:** م. ڪفن ڍڪڻ.

**ڪَفني:** ٿ (ف) فقيرن جو ڊگهو چولو (بنا ٻانهن). جامو.

**ڪُفو:** ذ (ع) همسر- ثاني- شريڪ. هم عمر- جيڏو.

**ڪَفيلُ:** ص (ع) ضامن. ذميدار.

**ڪَڦُ:** ذ. حقي جي نڙ اندران نڪتل ميرُ- ڪچرو.

**ڪَڪُ، ڪَڪ:** ص. بيزار. عاجز- ورتل- ڪُهيل.

**ڪَڪ ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ- ورچائڻ.

**ڪِڪ:** ٿ (انگ) ٺُڏو (پير جو). موٽر سائيڪل اسٽارٽ ڪرڻ لاءِ پير ۾ کي هنيل پير.

**ڪُڪ:** ذ. ٻوڪ جي مرض جو هڪ قسم (جنهن ۾ جوئر يا ٻاجهري جو ڪانو سنگ نہ ڪري).

**ڪَڪانُ:** ٿ. ڪَڪو (رنگ) هئڻ واري حالت. ڪاري ٻاتيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڪَڪَرُ:** ذ. اَبر- بادل- ميگهہ. اجرڪ جو ڇِٽُ (ڪڪر جهڙو). چوپائي کي سڄاتپ لاءِ ڪَنَ ۾ ڏنل وِڍِ. ڇانورو- ڇاڇو. رحمت يا ٻ جهو ارو هَٽُ. سارين جي ٻيجي پوکڻ لاءِ زمين جو ٻارو.

**ڪَڪَر پوڻ:** چيرپوڻ- ڦوٽ پوڻ. ٽِڙڪڻ. ڪرندپوڻ (سليٽ تي).

**ڪَڪر واسڻ:** ٻيجي جي زمين ۾ ٻيل پاڻ کي ساڙڻ.

**ڪَڪرائڻ:** ذ. ڏانهن- رڙ- ٻ ڪار- ڪيهہ.

**ڪَڪرالو:** ذ. ٻهتين پٿرين واري جابلو اپراضي.

**ڪَڪرڻ:** م. اٽڪڻ- ڦاسڻ- رنڊ جڻ.

**ڪَڪِرو، ڪُڪِرو:** ذ. پٿر جو ذرو- رائو. ٻير جي ڳاٽ وارو سخت چمڙي وارو حصو. اک ۾ ٻيل مٽيءَ جو ذرو.

**ڪُڪِرو:** ذ. پينگهي جي ڳهوڙين ملائڻ لاءِ ڪم آيل ڪانيءَ جي ميخ.

**ڪَڪِري:** ٿ. پٿرن جي سنهي پور- رائو. ريتي.

**ڪُڪِري:** ٿ. هَرَ جو هڪ عضوو- هروتي ۾ هنيل ڪانيءَ جو ٽڪر. ٻيل ڳاڏيءَ جي ڏورٽن جي ٻچاڙيءَ ۾ وڌل ڇهنبدار ڪاني.

**ڪَڪَڙُ:** ذ. ڪمند جو رس. تماڪ جي ڳوٽي.

**ڪُڪُڙُ:** ذ. مشهور گهرو پکي. (ٿ. ڪُڪُڙِ. ڪُڪِڙ).

**ڪُڪُڙ ڪوفتا:** لذيذ طعام.

**ڪُڪُڙ تي پوڻ:** گهرکان ٻاهر نہ نڪرڻ. سُست ٿيڻ.
**ڪُڪُڙ جو ڏسُ:** ذ. فجر مهل ڪُڪڙ جي ٻانگ.
**ڪُڪڙ جي ڪيس ۾ اَڙجڻ:** خسيس ڳالهہ ۾ نقصان پهچڻ.
**ڪُڪُڙوڪُو:** ث. ڪڪڙ جي ٻانگ. (مجازاً) سُج- پينگ.
**ڪَڪڙا:** ذ. ڪپهہ جي ٻوٽي جا ٻج.
**ڪَڪڙا سنگي:** ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسار ڪو وکر.
**ڪَڪَڙو:** ذ. ڪپهہ جي ٻوٽي جو ٻج. (ص) ڳاڙهسري رنگ جو (وهٽ).
**ڪَڪڙِي:** ث. ونگي جو هڪ قسم- ولايتي ونگو. ڪارڪ جو ٻج- ڪڪڙي.
**ڪُڪڙِي:** ث. ڪُڪڙ جي مادي. جيت جو هڪ قسم- سياٽو.
**ڪَڪُل:** ث. چتن يا مٿرن جون ڦريون.
**ڪُڪنو:** ذ. ڳاهہ جو هڪ قسم.
**ڪَڪَڻ:** ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.
**ڪَڪو:** ص. هلڪو ڀورو (رنگ). ڳاڙهسرو. ڪَڪن وارن وارو (وهٽ). (ث. ڪَڪي).
**ڪڪو:** ننڍڙو چوڪرو- ٻارڙو (ث. ڪڪي).
**ڪُڪو:** ذ. ڏنگو- لُچو- حرڪتي.
**ڪَڪَور:** ث. ميوي پچڻ جي شروعات واري پيلاڻ.
**ڪَڪورجَڻ:** م. اڌ ڪچو پڪو هئڻ (ميوو). ميوي پچڻ جي شروعات ٿيڻ.
**ڪَڪورَڻ:** ڳاڙهو ڪرڻ- رنگڻ. ڪنڪ رنگو ڪرڻ.
**ڪَڪوريَل اک:** ذ. تازي اٿيل اک.
**ڪَڪوڙا:** ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جي پاڙ.
**ڪَڪولو:** ذ. انب جي ڪڪڙي- ڪونيرو.
**ڪَڪوهُ:** ذ. ڳاڙهو شراب.
**ڪَڪَهُ:** ذ. ڪمند جي پڪل ءِ گهاٽي چاش. ڳڙ.
**ڪڪي:** ث. ان پڪل ءِ سُڪل ڪارڪ.
**ڪَکُ:** ذ. سُڪل ګاهہ جو ذرو. تورو ذرو. ماريل وکر جو ڪشتو (جيڪو ڪک جي ذري جيترو کائجي). نانگ بلا جو ڏنگ.
**ڪَکائجَڻ:** م. نانگ بلا جو چڪ لڳڻ.
**ڪَکُ بہ نہ رهڻ:** ڪجهہ نہ رهڻ. مفلس ٿيڻ- ڪنگال ٿيڻ- سُڃو ٿيڻ. ويران ٿيڻ.
**ڪَک بہ نہ لهڻ:** گهٽ قيمت جو هجڻ. بي مانو هجڻ.
**ڪَک پڇي ڀيٺو نہ ڪرڻ:** ذرو بہ ڪم نہ ڪرڻ.
**ڪَک ٿيڻ:** ڦٽ ڦرڙيون نڪرڻ- مَلو ٿيڻ.

**ڪَکَ رکڻ:** چشم پوشي ڪرڻ. احسان ڪرڻ.
**ڪَک پن:** ذ. ڪِن ڪچرو. هر شيءِ- اهم توڙي غير اهم شيون.
**ڪَک پن ٿيڻ:** ڇڙو ڇڙ ٿيڻ. ٽڙي پکڙي وڃڻ. غائب ٿيڻ.
**ڪَک چِتڻ:** معمولي تڪليف ڏيڻ.
**ڪَک ڏيڻ:** عيب پوشي ڪرڻ. ٻئي جو ستر ڍڪڻ.
**ڪَک سنگهڻُ:** نانگ بلا جو ڏنگ هڻڻ.
**ڪَک ڪارا ڪرڻ:** پاڻ تي ٽڪو لائڻ.
**ڪَک ڪَپريون ميڙڻ:** جهاڙو ڏيڻ- صفائي ڪرڻ. جنون ۾ اچڻ.
**ڪَک ڪَڏا:** ذ. سڀ ڪُجهہ- مڙيئي.
**ڪَک مارڻ:** ڪشتو تيار ڪرڻ (طب جي اصطلاح ۾).
**ڪَکن تي پير رکي وڃڻ:** ڪوڙ ڪري پنهنجي جند ڇڏائڻ.
**ڪَکن کي ڪَن هئڻ:** تمام گهڻي نظرداري هجڻ.
**ڪَکن ۾ مٿو لڪائڻ:** تمام غريب هجڻ.
**ڪَک نہ جُڙڻ:** ڏڪار هئڻ- اناج وغيره جي قلت هئڻ.
**ڪَک نہ سَهڻ:** نوڪر وهيٺو هجڻ- معمولي ڳالهہ بہ نہ سهڻ.
**ڪَک وات ۾ وجهڻ:** تمام گهڻو پڇتائڻ. سخت حيرت ۾ پوڻ.
**ڪَک هيٺان لک هجڻ:** ڪجهہ ڪين مان سڀ ڪجهہ هئڻ.
**ڪَکن ڍَڪيو:** عزت وارو- آبرومند- ماناٽو.
**ڪُکَ:** ث. پيٽ جي پاسي وارو حصو- پهلو.
**ڪُک ڀرجڻ:** ڏؤ ٿيڻ- پيٽ ڀرجڻ.
**ڪُکون ڦاٽڻ:** گهڻي کائڻ ڪري پيٽ ڦوڪجڻ. آڦر جڻ. ڏؤ تي کائڻ.
**ڪُک ۾ لڳڻ:** سَنڌائتو ڌَڪ لڳڻ. اونو يا ويچار هئڻ.
**ڪُک جو ڪانُ:** ذ. دشمن- ظاهر ۾ سڄڻ پر اندر ۾ ويري.
**ڪَکجَڻُ:** م. نانگ بلا کان ڏنگجڻ.
**ڪُکَڻُ:** م. دل ۾ هُرڻ- دل سان لڳڻ- ياد اچڻ. محسوس ٿيڻ.
**ڪَگڻُ:** ذ. ڪنگڻ- ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو ڳهہ- وڏو چُوڙو.
**ڪَگڻي:** ث. ڪنگڻي. چُوڙي.
**ڪَلَ:** ث. مَشين. اوزار.
**ڪَلَ ٽڙڻ:** مشين جو پرزو خراب ٿيڻ. حواس خطا ٿيڻ. اڌ چريو ٿيڻ.
**ڪَل ڦرڻ:** حواس خطا ٿيڻ. ارادو بدلجڻ. عقل وڃڻ.
**ڪَل وڃڻ:** ڊڄڻ- ٿهڻ- خوف ڪرڻ.
**ڪَلَ:** ث. آرام- سک. خبر. سمجهہ. سُڌ- سَمَڪ. پروڙ- ڄاڻ.

**ڪَلُ:** ذ.گاهه جو هڪ قسم.

**ڪَلَ:** ٿ.هيرن جي چلڪاٽ- جهرڪو.

**ڪَلُ:** ذ.لوهه يا ڪاٺ جي وڏي ڪلي- ميخ.

**ڪُل:** ص (ع) سڀ- پورو- جملي. صوفين جي اصطلاح موجب واحد مطلق.سڀني ڪائنات.

**ڪُلُ:** ذ (سن) گروهه- ٽولو- جٿو.گهراڻو- خاندان.نسل- ذات. قوم.جنم-آتشدان.

**ڪُل اُجارو:** ص.پنهنجي خاندان جو نالو مشهور ڪندڙ- نامر ڪٺو.

**ڪُلوان:** ص.وڏگهراڻو- خانداني.

**ڪَلا:** ٿ (سن) پاڱو- حصو (سورهون). چنڊ جي روشن پاسي وارو سورهون حصو.هنرمندي.فن-ڳڻ.طاقت- ٻل.

**ڪلا ڏيکارڻ:** فن ڏيکارڻ.ڪرامت ڏيکارڻ.

**ڪُلابُ:** ذ (ع) ڪتو- سڳ (ڪلب جو جمع،پر واحد طور به مستعمل).

**ڪَلابات:** ٿ (ف) سون يا چانديءَ جي تند. جيڪا ڪپڙي وغيره تي پرت ۾ ڪم اچي.زريءَ جو ڪم.

**ڪَلابازي:** ٿ.بازولي.پلٽي بازي.

**ڪَلابو:** ذ.ڪچو ڌاڳو.ڪمربند.چيله جو پٽو.

**ڪَلات، ڪُلات:** ص.آواره- وٿ- بدچال.فضول خرچ- هٿ ڦاڙ.

**ڪَلاتري:** ذ.مکي يا جڳو مڙس (خاص ڪري مهٽن يا ناڪٽن جو). ڪوري-ڳراتو.

**ڪَلاٿ:** ذ(انگ) ڪپڙو.

**ڪَلاٿ مارڪيٽ:** ٿ.ڪپڙي جي بازار.

**ڪَلاٿ هائوس:** ذ.ڪپڙي جو دڪان.

**ڪَلاٿي:** ٿ.هڪ لوهار ڪي اوزار جو نالو.

**ڪَلاچ:** اسم خاص. ڪراچيءَ کان سڌ ڪوهه ڏور عربي سمنڊ ۾ هڪ ڪن جو نالو.

**ڪُلاچار:** ص.عادل-انصاف پسند.

**ڪُلاچو:** ذ.تپ-اچانگ.جهل-رنڊڪ-لامارو.

**ڪَلاچي:** اسم خاص. ڪراچي شهر جو قديمي نالو.

**ڪَلاداري:** ص(سن: ڪلاڌاري) هنرمند.تمام وڏو ماهر.

**ڪَلاوي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**ڪَلارڪُ:** ذ(انگ) منشي.آفيس ۾ لکپڙهه ڪندڙ- محرر.

**ڪَلارڪي:** لکپڙهه جو ڪم- منشي گيري.

**ڪَلارو:** ص.رنگ روپ وارو-ڳلن ڦلن سان چٽيل پريل.

**ڪَلاڙُ:** ذ. هندن جي هڪ قوم- ڪلال. شراب وڪڻندڙ. شراب جڪ نيندڙ.

**ڪَلاڙڪو هَٽ:** ذ.شراب جو دڪان-ڳٽو.

**ڪَلاسَ:** ٿ.مجلس- محفل- ڪچهري.

**ڪَلاسُ:** ذ(انگ) شاگردن جو درجو.اسڪول جو هڪ ڪمرو.طبقو.

**ڪَلاس فيلو:** ص.ڪلاسي.

**ڪَلاسڪ:** ص(انگ) اعليٰ درجي جو.(ذ) اساسيءَ مستند ادب.

**ڪَلاسي:** ٿ.ليکن ڪڍڻ جو هڪ اوزار.

**ڪَلاسي:** ص.ساڳئي درجي وارو.جماعتي.

**ڪَلاسيڪل:** ص(انگ) اعليٰ درجي جو- مستند- ڪلاسيڪي.

**ڪَلاڪُ:** ذ (انگ) سٺ منٽن جو عرصو. ڏينهن رات جو چوويهون حصو.

**ڪَلاڪارُ:** ص(سن) هنرمند- ڪاريگر.فنڪار.

**ڪَلالُ:** ذ.هندن جي هڪ قوم.شراب وڪڻندڙ- مَي فروش.شراب ٺهيندڙ ۽ وڪڻندڙ.

**ڪَلال خانو:** ذ.شرابخانو-ميڪدو.

**ڪُلالُ:** ذ(ف:ڪلال) ڪنيار- ڪنير.

**ڪُلالُ:** ص.بيحيا.بيمروت.احسان فراموش.بي محابو.

**ڪُلالي:** ص.بي اعتباري- شڪ.بي شڪري-احسان فراموشي.

**ڪَلامُ:** ذ (ع) ٻن جملن جي عبارت. شعر- نظم. قول.ڳالهه- ڳالهه ٻولهه.

**ڪَلامُ الله:** ذ.الله جو ڪلام- قرآن شريف.

**ڪَلام چوڻ:** ڪافي چوڻ- ڪافيون ڳائڻ.

**ڪَلام ڪرڻ:** ڪنهن ڪم ڪي وري نه ڪرڻ جو انجام ڪرڻ. ڳالهه ٻولهه ڪرڻ. تڪبر ڪرڻ. پاراتو ڏيڻ- پٽڻ. پيشنگوئي ڪرڻ.

**ڪَلام ناقص:** اڻپورو جملو.اڌوري ڳالهه.

**ڪَلان:** ص(ف) وڏو.بلند.وسيع.

**ڪُلانب:** ذ.وڏي ڏنڊ.

**ڪَلانبو:** ذ.-گهمرو-ڦيرو-پير.ورزش جو هڪ رڪن.

**ڪَلانچ، ڪلانجهه:** ذ.گاهه جو هڪ قسم (عموماً ڪلراٺي زمين ۾ ٿئي).

**ڪَلان ڪوٽُ:** اسم خاص. سمن جي دور جو ٺٽي شهر لڳ هڪ قلعو. جيڪو ڪنهن وقت گاديءَ جو شهر هو.

**ڪَلاوَنتُ:** ذ (سن) قابلِ ڳائڻو-ڳَوَيو. ڪَلوَنت.

**ڪَلائتو:** ص. ڪَلا وارو. اولياءَ.

**ڪُلائتو:** ص. وڏگهراتو-پيڙهائتو.

**ڪُلاهُ:** ذ (ف) هڪ قسم جي مخروطي ٽوپي (جيڪي درويش پائيندا هئا). ڪُلو (جنهن جي مٿان لونگي ٻڌجي). تاج.

**ڪَلائڻ:** م. سارينءَ چانورن کي ڇَڄ سان ڇَندي ڌار ڪرڻ.

**ڪُلائڻ:** م. اُهڃان ڏيڻ-ڏس ڏيڻ.

**ڪَلبُ:** ذ (ع) ڪُتو-سگ.

**ڪَلبَ:** ث (انگ) انجمن-جماعت.

**ڪَلبُوتو:** ذ. هڪ قسم جو چمڪندڙ زيور.

**ڪَلتارُ:** ذ. خالق-اُپائيندڙ.

**ڪَلتِي:** ذ. گاهه جو هڪ قسم. (ص) اونڌو-اُبتو-پاسيرو.

**ڪَلتِي ٿيڻ:** گاڏيءَ وغيره جو اونڌو ٿيڻ.

**ڪُلثو:** ذ. ٻنيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ نباتات-ڪَم.

**ڪَلپ:** ذ (سن) شڪ-گمان-وهم. رولو-مونجهارو.

**ڪلپ:** ذ (انگ) ڪاغذن يا وارن کي گڏ ڪرڻ جي چمٽي.

**ڪَلپَت:** ث. ڪوڙو خيال-وهم. ريچڪ-بودڪي.

**ڪَلپتي:** ص. ڪاوڙيل-وڃايل-ڦرٽي گهرٽي طبيعت وارو.

**ڪلپنا:** ث. خواهش-مرضي-چاهه. ڪنهن شيءِ بابت مَن ۾ ناهيل مَتو.

**ڪلپنا ڪرڻ:** سنڪلپ سان انجام ڪرڻ.

**ڪَلپڻ:** م. ناراض ٿيڻ-چڙڻ. بيزار ٿيڻ. ڏکوئجڻ.

**ڪَلجُڳُ:** ذ (سن) هندن جي خيال موجب هلندڙ ڪوڙ ڪپٽ واروزمانو.

**ڪَلَچ:** ذ (انگ) مشين کي هَلائڻ يا روڪڻ جو پرزو.

**ڪَلچَر:** ذ (انگ) ثقافت-تهذيب.

**ڪَلچَرَل:** ص (انگ) تهذيبي-ثقافتي.

**ڪَلدارُ:** ذ. مشين جو ٺهيل رپيو-چانديءَ جو انگريزي دور وارو رپيو.

**ڪَلرُ:** ذ. لوڻ واري زمين. شوريل زمين-ڪلراٺي زمين. ولاٿي پاڻ. سڄ-بيابان.

**ڪَلر لڳڻ:** زمين، پٽ وغيره ۾ لوڻ پيدا ٿيڻ. تباهه ٿيڻ.

**ڪَلر ۾ ٻج ڇٽڻ:** ڪجهه به هٿ حاصل نه ٿيڻ.

**ڪلر مائڻ:** مري وڃڻ.

**ڪلر ۾ ڪيرِي:** بيڪار-اجايو. ڌوڙ ڇائي.

**ڪلر ۾ ڪيري حال ٿيڻ:** ڪجهه به نه ملڻ.

**ڪلراٺو:** ذ. ڪلر واري زمين. ڪلر وارو پونو. (ث. ڪلراٺي).

**ڪَلرائڻ:** م. چوڙڻ-هندائڻ (ڪپڙو).

**ڪَلر ٻَنجي:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر. ٻصرن جي ٻج وانگر هڪ ڪارو ڪڙو ٻج.

**ڪَلرو:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**ڪَلرِي:** اسم خاص. ڪراچيءَ ۾ هڪ قديم وسنديءَ جو نالو. (٢) ڳانگٽ جو هڪ قسم.

**ڪَلڙو:** ذ. ننڍو ٻچو-معصوم ٻار-اُبهم.

**ڪَلسُ:** ذ. گنبذ جو مٿيون چُهنبيارو حصو. جهنڊي جي ڪاٺيءَ ۾ لڳل ڌاتوءَ جو چهنبيارو حصو. اَنگاس جي مٿين حصي ۾ لوهه، ٽامي يا پتل جي ڪلنگي.

**ڪَلسو:** ذ. ڌاتوءَ جي صُراحي.

**ڪُلغو:** ذ. هڪ قسم جو سبزيءَ جو ٻج (ڪاڏي ڪائڻ ڪان پوءِ هاضمي لاءِ ڪائجي).

**ڪَلغي:** ث (ف) تاج جو چهنبيارو حصو-ڪلنگي.

**ڪَلَفُ:** ذ (ف) ڪپڙي کي سخت ڪرڻ جي پيسجي-پيڻ.

**ڪُلفُ:** ذ (ع: قفل) تالو-ڪُرف.

**ڪُلف ڪَڙا:** ڪَڙا ڪُنڍا. ڪنجيون تالا.

**ڪُلفَتَ:** ث (ع) تڪليف. مصيبت. رنجيدگي-ڪدورت. وير-عداوت. ٻيائي. اٿبٽ-نفاق.

**ڪَلفَڻ:** م. ڪلف ڏيڻ-تاڻ ڪرڻ (ڪپڙو)

**ڪُلفو:** ذ. لُونڪ جو ٻج.

**ڪُلفي:** ث (ع: قفلي) برف سان ڪير جمائڻ وارو سانچو. برف ۾ جمايل کير.

**ڪلڪَ:** ث. (ف) قلم-ڪاني جو قلم.

**ڪَلڪار:** ث. ڏندن جو ڪرٽو.

**ڪِلڪائڻُ:** م. ڏند ڪرٽڻ. روهي يا سراڻ تي تکو ڪرڻ (ڪپ، ڪاتي وغيره). سراڻ تي چاڙهڻ. ڏند ڪڙڪائڻ.

**ڪَلڪتو:** اسم خاص. هندستان جي هڪ مشهور شهر جو نالو.

**ڪلڪل:** ث. جهيڙو-تڪرار-گهيي. کٽ ڦٽ-ريڙهه پيڙهه.

**ڪلڪليو:** ص. جهيڙا ڪو-فسادي. ڪروڌي. ريڙهه پيڙهيو.

**ڪَلڪي:** ث. (هندن جي عقيدي موجب) وشنو مهراج جو ڏهون جنم.

**ڪَلماتَ:** ذ (ع) "ڪلمي" جو جمع. گفتا-جملا.

**ڪَلمتي:** اسم خاص. مڪران مان آيل بلوچن جو هڪ قبيلو-

ڪرمتي.

**ڪَلمو:** ذ (ع) بامعني الفاظ. جملو. ڳالهه. سخن. قول. اسلام جو پهريون رڪن.

**ڪلمء استغفار:** ذ. توبهه ڪرڻ جو ڪلمو.

**ڪلمء شَهادت:** ذ. الله جي هيڪڙائيءَ رسول ﷺ جو اقرار ڪرڻ.

**ڪلمي سان لَڏڻ:** مسلمان ٿي مرڻ.

**ڪلمء طيبُ:** ذ. الله ۽ الله جي رسول جو اقرار.

**ڪلمو پڙهڻ:** ايمان جو اقرار ڪرڻ. سچ ڳالهائڻ جو اقرار.

**ڪلمي پائي:** ذ. مسلمان جو هم مذهب- مسلمان.

**ڪلمي گو:** ص. ڪلمو پڙهندڙ- مسلمان.

**ڪلمي:** ث. ٻيڙين جو ننڍو سڙهه. ٻيرق.

**ڪَلنڪُ:** ذ (سن) داغ- ٽڪو. ڪرنهن. بدنامي. خواريءَ جو الزام.

**ڪَلنڪ لڳڻ:** ٽڪو لڳڻ- بدنام ٿيڻ.

**ڪُلنگُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو آبي پکي- ڪاز.

**ڪُلنگ:** ذ. دوا جي نسري.

**ڪلنگڙو:** ذ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**ڪَلنگي:** ث (ف: ڪلغي) بادشاهي چِٽُ- تاج. چوٽيءَ جو موڙ. سرداريءَ جو نشان.

**ڪلنگي دار:** ص. ڪلنگيءَ وارو. مهندار- اڳواڻ- سردار.

**ڪلنگي سَر ڪرڻ:** تاج مٿي تي رکڻ. شهرت وارو ٿيڻ.

**ڪلنگهو:** ذ. هڪ ٻوٽي جو نالو.

**ڪَلڻُ:** م. ڳوهڻ (اٽو). مارڻ (مٽي). پيچ ڏيڻ.

**ڪلو:** ذ. ڳلو- ڳلو (مڇيءَ جو).

**ڪلو لڳڻ:** سخت اچ لڳڻ. ٿڪو ٿيڻ. سوڪ يا اٽان ٿيڻ.

**ڪلو:** ذ. ڪانيءَ جي وڏي ميخ (گهوڙي وغيره ٻڌڻ لاءِ). ڪاني يا لوهه جي وڏي ڪلي- ڪير.

**ڪلو نوڪڻ:** مضبوط ڪرڻ- سوگهو ڪرڻ. دڙڪو ڏيڻ- رعب ويهارڻ. محنت ڪرائڻ.

**ڪلو لنگهائڻ:** سخت ٻور هيوڻ. سزا واري سختي ڪرڻ.

**ڪلي سان ٻڌڻ:** قابو ڪرڻ. وس ۾ رکڻ.

**ڪلي وَڪڙُ:** ث. ٻڪڻ جو هڪ نمونو- ڏيڏي ٻڪڻ (جيئن آسني سان ڪلي سگهي).

**ڪلو:** ذ (سن: ڪلَهَ) جنگ- لڙائي- مقابلو.

**ڪلو ڪرڻ:** فساد ڪرڻ- جهيڙو يا لڙائي ڪرڻ.

**ڪلي وير:** مقابلي وقت- لڙائيءَ مهل. (شاهه جو رسالو).

**ڪلو:** ذ (يوناني) هڪ هزار جو عدد (ڳڻپ جو انگ).

**ڪلو گرامُ:** ذ. تور جو هڪ وزن (جنهن ۾ هڪ هزار گرام ٿين ٿا ۽ هڪ سير اسي تولن جي برابر ٿئي).

**ڪلو ميٽرُ:** ذ. ماپ جو هڪ انداز (جيڪو 5 فرلانگن يا 1100 وال جي برابر ٿئي).

**ڪلو واٽ:** ذ (انگ) برقي طاقت جي ماپ جو درجو.

**ڪَلواڙو:** ذ. وڄت جي هڪ تار.

**ڪَلواڻ. ڪَلوائي:** اسم خاص. بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**ڪَلُورُ:** ذ. ظلم- وَيل- انڌير.

**ڪَلور ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ- قهر ڪرڻ- ويل وهائڻ.

**ڪَلورو:** ذ. گاهه جو هڪ قسم- ڏاڄورو.

**ڪلورو فارمر:** ذ (انگ) بيهوش ڪرڻ لاءِ هڪ مخصوص گئس جو نالو.

**ڪَلوري:** ص. ظالم- ڪلور ڪندڙ- ستمگر.

**ڪَلوڙي:** ذ. هڪ قسم جوون يا ٻوٽو- ڪرڙ.

**ڪُلوس:** ذ. ٽانگهه- چڪ- ڪاڏو.

**ڪُلوسُ ڪُلوس:** ث. ٻڪ ۽ اچ ڪان آندن ۾ ٽانگهه. سرن وانگر لامرا (بڪمر). ان پاڻيءَ جي ٽانگهه.

**ڪلوس ڪلوس ٿيڻ:** پاهٽيڻ. برباد ٿيڻ- چٽ ٿيڻ.

**ڪُلوڪُلو:** ڪتي کي سڏڻ جو آواز- ڪُور ڪُور.

**ڪَلولُ:** ذ. اسرار- رمز- ڀيد. مزو- عيش- راحت.

**ڪَلونتُ:** ص. ڪلا يا هنر وارو. ڳائڻو- گويو. هنرمند. هوشيار- ڏاهو (هنرمند).

**ڪَلونجي:** ث. هڪ پساري ڪو وکر- هڪ ٻوٽيءَ جو ٻج.

**ڪَلوئي:** اسم خاص. بلوچن جو هڪ پاڙو (جن جا ڳوٺ سڄي سنڌ ۾ آهن).

**ڪَله:** ظ. گذريل ڏينهن- ڪالهه.

**ڪَله ڪَلهوٽي:** ث. هلندڙ وقت جو ذڪر. ويجهڙائيءَ جو بيان. هينئر جي ڳالهه.

**ڪَلهُوٺو:** ظ. ڪلهه وار- ڪالهوڪو.

**ڪُلهُ:** ذ. ٺوار جي دستي کي ٻنهي پاسن کان لڙڪندڙ گل يا ڏور.

**ڪُلهتي:** ث. ڏوار طور ڪتب ايندڙ هڪ وکر.

**ڪَلهو:** ذ. جانور جو نر ٻچو. انسان جو ننڍڙو ٻچو. معصوم- ابهم.

**ڪُلهو:** ذ. ڪچ وٽ ٻانهن جو سَنڌ- ڪنڌو- دوش- شانو.

**ڪُلها ڪڍي وڃڻ:** ٽڪي پوڻ. بيزار ٿيڻ. گهڻي محنت ڪرائڻ.

**ڪُلها ڪوئڻ:** ڏک جو وار بچائڻ. ڪم ڪان نٽائڻ.

**ڪُلها گَنل هئڻ:** آزمودگار هئڻ. مصيبت تي هريل هئڻ.

**ڪُلها گس ٿيڻ:** ماڻهن جي رش ٿيڻ- انبوهه مڙڻ.

**ڪُلها گسي وڃڻ:** سخت پورهيو ڪرڻ. هَڄڻ.

**ڪُلها ڳاڙها ڪرڻ:** پرتڃڻ- شادي ڪرڻ.

**ڪُلها هندو وتڻ:** خوامخواه رُلڻ. هرو پرو وڙهڻ.

**ڪُلهن تي ڪرڻ:** ڪنهن تي زبردستي بار ٿيڻ.

**ڪُلهن تي ڪنڻ:** سهائتا ڪرڻ- واهر ڪرڻ. لاڏلو ڪرڻ.

**ڪُلهو جهلڻ:** ٻئي جي ڪُلهي تي هٿ رکڻ. مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ.

**ڪُلهو ڏيڻ:** همراهي ڪرڻ. مدد ڪرڻ- سرانجامي ڪرڻ. جنزي کڻڻ ۾ شريڪ ٿيڻ.

**ڪُلهو لڳڻ:** اڍنگي هلت هلڻ. (ڏِڳي وغيره جو) ڪُلهو سُڄي يا ڦٽجي پوڻ.

**ڪُلهو لهي پوڻ:** بانهن سَندَ ڪان نڪرڻ.

**ڪُلهو هئڻ:** برابري ڪرڻ. وڏو ٿيڻ. وڙهڻ.

**ڪُلهي جَس:** اوکي ءَ ويل ڪيل مدد- سهائتا.

**ڪُلهي چڙهڻ:** پنهنجي روءِ سوءِ ٿيڻ. جوان ٿيڻ. بالغ ٿيڻ. پنهنجي ڪمائي وارو ٿيڻ.

**ڪُلهي ڪانڌي ٿيڻ:** ڪنهن دفن جي رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ- ڪانڌي ٿيڻ.

**ڪُلهي ڪنفي وڃهڻ:** گداگر ٿيڻ. ديوانو ٿي رُلڻ.

**ڪُلهي گَس:** ٺ. ڳپاڳيم- ڳاهٽ- ماڻهن جي پيڙ.

**ڪُلهنون:** ظ. ڪُلهن ڪان- ڪُلهن وٽان.

**ڪَلهوڙا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو- سنڌ جو هڪ حاڪم گهرانو.

**ڪُلهيرو:** ذ. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار- تاڃيءَ کي سنوارڻ جو بهارو. (ٺ. ڪُلهيري).

**ڪُلنو:** ذ. گوشت جو رس- سُوف- سُوپ.

**ڪَلي:** ٺ (سن) مکڙي- غنچو- گُونچ. ڪپڙي جي پٽي. جيڪا پهراڻ جي پاسن ڪان لڳي. نڙيءَ جو غدود- ڳلتڙو.

**ڪَلي پوڻ:** ڪلين جو سُڄي پوڻ- ڳلتڙا وڏي پوڻ.

**ڪَلي:** ٺ. ڪاٺ يا لوه جو چهنبيارو تڪر- ميخ.

**ڪُلي:** ص (ع) سڀ- سموري- جملي- سربستي.

**ڪُليات:** ٺ. (ع) "ڪُل" جو جمع. تصنيفات جو مجموعو. هڪڙي ئي شاعر جي چيل نظمن جو مجموعو.

**ڪَليار:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪَليان:** ذ (سن) سڀاڳ. خوشي. سُک. سَتائي. سوڀ. هڪ راڳ. ۽ راڳڻيءَ جو نالو.

**ڪَليان ٿيڻ:** ڪاميابي ٿيڻ. سوڀ ٿيڻ.

**ڪَليان ڪرڻ:** خوش ڪرڻ. فائدو ڏيڻ.

**ڪَليان ڪَشَل ڪرڻ:** آرام ڪسي وڃڻ- ڏولائن ۾ وجهڻ.

**ڪَليجَڻ:** ذ. بان پاڙ.

**ڪَليجو:** ذ. جگر- جيرو.

**ڪَليجو ٺڏو ٿيڻ:** خوش ٿيڻ. اندر ٺرڻ.

**ڪَليجو جلڻ:** جگر جلڻ. اندر سڙڻ.

**ڪَليجو ڦاٽڻ:** سخت صدمو پهچڻ.

**ڪَليجي:** ٺ. جسم ۾ رت صاف ڪندڙ هڪ عضوو. جيرو- جگر.

**ڪَليد:** ٺ (ع) ڪنجي- چابي.

**ڪليدان:** ذ. ڪاٺ جي پٽي يا چوکٺ. جنهن ۾ گهٽيون ڪليون ڪنل هجن.

**ڪَليري:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڪَليس:** ذ (سن: ڪَلش) ڏک- رنج. ايذاءُ- پيڙا درد. مشڪلات- ڏکيائي. جهڳڙو- فساد- ڦڏو. تڪل- ماندو.

**ڪَليسا:** ٺ (ف) عيسائين جي عبادتگاه- گرجو- ديول.

**ڪَليڪال:** ذ. سئو سالن جو عرصو- صدي. زمانو- مدت- عرصو. ڪلجگ.

**ڪَليڪٽر:** ذ (انگ) ضلعي جو وڏو روينيو آفيسر. جنهن کي هاڻي ڊپٽي ڪمشنر سڏيو وڃي ٿو.

**ڪَليل:** ص. ماريل- ڳوهيل (اٽو. مٽي وغيره).

**ڪَليل:** ص (ع) ڏڪاريل. بڇڙو- خراب.

**ڪَليم:** ص (ع) ڪلام ڪندڙ- ڳالهائيندڙ. حضرت موسيٰ عليه السلام جو لقب (جيڪو جبل طور تي خدا تعاليٰ سان هم ڪلام ٿيو هو).

**ڪَليمُ الله:** ذ. خدا سان هم ڪلام ٿيندڙ (حضرت موسيٰ عليه السلام).

**ڪُلين:** ص (سن) نالي خاندان جو- اصيل- بُنيادو.

**ڪُلينات:** ذ. ڦ. ندار بن ٻنياد- اصيلپڻو.

**ڪلينڪ:** ذ. (انگ) شفا خانو- ننڍي اسپتال- صحت گاه.

**ڪُليو:** ذ. قاعدو- رواج- سرشتو- دستور.

**ڪَليُون:** ٺ. مڇيءَ جي ساهه کڻڻ جا ڳلا- ڳلتڙا.

**ڪليون ڪنبڻ:** ڏپ مر پير جي وڃڻ- هراسجڻ- ڪانبرجڻ.

**ڪليو:** ذ.ٻڪين جو ٻوڙ يا ڪباب.

**ڪليئر:** ص(انگ) صاف- پڌرو- واضح.

**ڪَم:** ص (ف) ٿورو- گهٽ. ننڍو. ڪَسو. مرڪب لفظن ۾ صفتي اڳياڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جيئن: ڪم عقل، ڪم بخت وغيره).

**ڪَم از ڪَم:** ظ(ف)گهٽ ۾ گهٽ.

**ڪَمُ:** ذ. فعل- عمل- هاج- ڪرت. پورهيو- محنت- مزدوري. مقصد- مطلب- غرض. هنر- پيشو. فرض. تعلق- واسطو. خدمت-ٽهل.

**ڪم اچڻ:** استعمال ٿيڻ.مددگار ٿيڻ. ڪارآمد ٿيڻ.

**ڪم تمام ٿيڻ:** ڪم پورو ٿيڻ.مرڻ- قتل ٿيڻ.

**ڪم تي لائڻ:** مزوريءَ تي مقرر ڪرڻ. ڪنهن ڪم تي چاڙهڻ.

**ڪم تي وڃڻ:** مراد پوري ٿيڻ. بيحال ٿيڻ. دم نڪرڻ.

**ڪم ٿپائڻ:** مطلب پورو ڪرڻ. مقصد حاصل ڪرڻ. ڪم جي پورائي ڪرڻ.

**ڪم ٿپائُو:** ص. جيئن تيئن ڪري ڪم ڪيندڙ.هٿ ٺو ڪيو.

**ڪم ٿاهڻ:** معاملو نيڪ ڪرڻ.مقصد پورو ڪرڻ.همبستر ٿيڻ.

**ڪم پُورو ڪرڻ:** ڪنهن ڪم کي پڄاڻيءَ تي پهچائڻ. ماري ڇڏڻ.

**ڪم پوڻ:** غرض اٽڪڻ- مطلب پوڻ.

**ڪم جو ماڻهو:** لائق انسان. چالاڪ. وڏ پري ماڻهو.

**ڪم چلائُو:** ص. ڪم ڪڍڻ جهڙو- هلو چلو.

**ڪم چورُ:** ص. ڪم کان ٽاريندڙ. سُست.ٿوٿي.

**ڪم ڏيڻ:** ڪارائتو ٿيڻ. لاڀ ڏيڻ.

**ڪم ڌندو:** ذ. ڪم ڪار. ڪاروبار.

**ڪم سان ڪم هجڻ:** پنهنجي مطلب سان واسطو هجڻ.

**ڪم ڪار:** ذ.ڌنڌو ڌاڙي- پيشو- پورهيو.

**ڪم ڪاڄو:** ذ. ڪم ڪڍڻ جهڙو. رواجي- معمولي. گهٽ ملهوارو.

**ڪم ڪڍڻ:** ڪم پيدا ڪرڻ. هڪڙي ڪم سان گڏ ٻيو به ڪم ونڊڻ. مطلب حاصل ڪرڻ.

**ڪم ڪوس:** ص. ڪم نه ڪندڙ- ڪم چور- نڪٽو.

**ڪم کان نڪري وڃڻ:** نڪمو ٿيڻ. برطرف ٿيڻ. سُست ٿيڻ. نامرد ٿيڻ.

**ڪم لاهڻ:** ڪم جو خاتمو ڪرڻ. جماع ڪرڻ.

**ڪم لهي وڃڻ:** ڪم پورو ٿي وڃڻ. برطرف ٿي وڃڻ. جماع ڪري ڇڏڻ.

**ڪم نباهڻ:** نبيرو يا خاتمو ڪرڻ- فيصلو ڪرڻ.

**ڪمن ڪچو:** ص.ٻ پي-گنهگار- ڏوهي.نڪمو-بيڪار.عيدار.

**ڪم هٿان ڪڍڻ:** ڪم ۾ ماهر ٿيڻ- تجربيڪار ٿيڻ.

**ڪم هلائڻ:** ڌنڌي سان لڳو رهڻ. جهڙو تهڙو گذارو ڪرڻ.

**ڪُمُ:** ذ. ڪوٽي (نيوفر) جو ڦڙ.

**ڪُماٽجڻ:** م. ڪوماٽجڻ- سُڪڻ. (شاه).

**ڪُماچ:** ذ(ف) هڪ قسم جو ساز.

**ڪُماچي:** ث. سُرندي وڄائڻ جي گزي- ننڍڙي ڪمان. (ص) رباب(ڪُماچ) وڄائيندڙ.

**ڪَماحَقُہ:** ظ (ع) جيترو ان جو حق آهي. بخوبي- چڱيءَ طرح. جيئن ته حقيقت هيءَ آهي.

**ڪُمارُ:** ذ (سن) ڇوڪرو. ڪنوارو ڇوڪرو. پُٽ. شهزادو. (ث.ڪُماري).

**ڪَمارائڻ:** م.ٻني کي ڪم ڻ جو موقعو ڏيڻ- روزگار سان لڳڻ.

**ڪَماڙُ:** ذ. ڪ ٺ جي لهيل جاءِ ي گهر- ٽيڪو.

**ڪُماڙُ:** ص. ڪروڙ- ڪروڙپن.

**ڪُماش:** ذ (ع) ٻٽي راند جو هڪ قسم. رنگين ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**ڪَماشي:** ث. کهرچ- ڪپ- احتياج. فائدو- لاڀ. ڪمي- گهٽتائي- اٽ.

**ڪَمالُ:** ذ (ع) تڪميل- خاتمو. انتهائي ترقي. اوج. فوقيت- برتري. خوبي- سهڻائي.

**ڪمالُ ڪرڻ:** حيرت انگيز ڪم ڪرڻ.

**ڪَمالات:** ذ(ع) "ڪمال" جو جمع.

**ڪَمالِيَتَ:** ذ. مصنخي طور ڪم ايندڙ خوشبود ر پن- هڪ پسار ڪو وکر.

**ڪَمالِيَت:** ث(ع) ڪمال. تڪميل.

**ڪَمامُ:** ذ. ٽڙيل پکڙيل سامان. اٽڪ ڪم ڪار. گهڻي مشغولي.

**ڪَمانَ:** ث(ف) تيرهڻڻ جو اوزار گولائي. محراب.

**ڪَمان:** ث(انگ) حڪم- فرمان. سرداري. فوج جي اڳواڻي.

**ڪمانڊ:** ذ. ڪمند- نيشڪر.

**ڪَمانڊڙي:** ث. جوئر جي گاه جو هڪ قسم.

**ڪَمانڊر:** ذ. فوج جو هڪ عهديدار.

**ڪماندر انچيف:** ذ. سپھسالار.

**ڪَمانگر:** ص (ف) ڪمانون ٺاهيندڙ. رنگين نقاشي ڪندڙ.

**ڪَمانگري:** ث. نقاشي - رنگين چِٽن ۽ گُلڪاريءَ جو هنر.

**ڪَماني:** ذ. سردار - سرهنگ. پوليس جو وڏو عملدار - سپرنٽينڊنٽ.

**ڪَماني:** ث. لوهه جو اڌ گول پٽو (جيڪو اسپرنگ طور گاڏين ۾ ڪم اچي).

**ڪَمانُ:** ث (ف: ڪَمان) آسمان ۾ نائين بُرج جو نالو. ڪمان. محراب. وريل - مُڙيل. لچڪيدار.

**ڪَمائو:** ذ. ڪم - ڌنڌو - ڪرت - پيشو.

**ڪَمائتو:** ص. ڪم جهڙو. ڪم ۾ اچي سگهڻ جهڙو. فائديمند. (ث. ڪمائتي).

**ڪَمائڻُ:** م. اپائڻ - پيدا ڪرڻ. نرم ڪرڻ (چمڙو). زمين کي هر ڏيئي آبادي لائق بنائڻ. ڪٽڻ (ثواب). ذبح ڪرڻ (جانور).

**ڪَمائڻ ڪائڻ:** آتڻ ۾ چاڙهڻ - گذر سفر ڪرڻ.

**ڪَمائُو:** ص. ڪَمائيندڙ. ڪمائي ڪارائيندڙ. پورهيت.

**ڪَمائي ڪائڻ:** پورهيو ڪري گذر ڪرڻ. پنهنجي محنت جو ڦل حاصل ڪرڻ.

**ڪَمائي:** ث. اپت - پيدائش. فائدو - نفعو. آمدني.

**ڪمائيءَ کي ڪي جواب ڏيڻ:** ڪوبہ ڌنڌو ڌاڙي نہ ڪرڻ. ڪاهل ٿيڻ.

**ڪَمائي ڪُٽ:** محنت برباد - ستياناس.

**ڪَمائي ڪرڻ:** پورهيو ڪرڻ. محنت ڪرڻ. اُپت ڪرڻ.

**ڪَمائِل زمين:** آباديءَ لائق زمين.

**ڪَمبَخت:** ص (ف) نڀاڳو - بدنصيب.

**ڪَمبَختي:** ث. نياڳ - بدنصيبي. مصيبت.

**ڪَمبَلُ:** ذ. ٿلهي اوني چادر (جيڪا سياريءَ ۾ اوڇڻ طور ڪم اچي).

**ڪَمتَر:** ص (ف) تمام گهٽ - نهايت ٿورو. ادنيٰ. حقير.

**ڪَمتَري:** ث. گهٽ درجي هئڻ واري حالت.

**ڪَمتَرين:** ص. ڪمتر. تمام ٿورو. نهايت گهٽ درجي جو - حقير.

**ڪَم توجهي:** ث. غفلت - بيپرواهي - لاغرضي.

**ڪَمتي:** ص. گهٽ - ٿورو - اڻپورو.

**ڪَمپاسُ:** ذ (انگ) جاميٽريءَ جو هڪ اوزار - پلڪار. قطب نما.

**ڪَمپائُوند:** ذ (انگ) اڱڻ - احاطو - آڳنڌ.

**ڪَمپائُونڊر:** ذ (انگ) دواساز - عطار. اسپتال ۾ دوائون ڏيندڙ.

**ڪَمپَني:** ث (انگ) سوداگرن جي جماعت. پيادل فوج جو هڪ حصو (جنهن ۾ 6 آفيسر ۽ 221 سپاهي ٿين. هڪ بٽالين ۾ چ ر ڪمپنيون ٿين).

**ڪَمپازِيٽَر:** ذ (انگ) ٽائيپ جا اکر ملائيندڙ.

**ڪَمپوزر:** ص. ڪمپوزنگ ڪندڙ. ڌنون تيار ڪندڙ.

**ڪَمپوزنگ:** ث (انگ) ٽائيپ جي اکرن ملائڻ جو ڪم.

**ڪَمچي:** ث. چهبڪ - ڦٽڪو. آفت - قهر الاهي.

**ڪَم خَرچ:** ص (ف) گهٽ خرچ وارو - ڪفايتي.

**ڪَم خرچ بالانشين:** ٿوري قيمت ۾ عمدي شيءِ.

**ڪَمدارُ:** ص. ڪارڪن. ڀني ٻاري جي سنڀال ۽ انتظام هلائيندڙ.

**ڪَمذات:** ص (ف) نيچ. ڪميڻو. گهٽ نسل وارو.

**ڪَمَرَ:** ث (ف) چيلهه. ڪنهن شيءِ جو درمياني حصو.

**ڪَمر ٻڌڻ:** آماده ٿيڻ - تياري ڪرڻ. پڪو ارادو ڪرڻ.

**ڪَمربَستہ:** ص (ف) سندروٻڌل. تيار - آماده.

**ڪَمر سڌي ڪرڻ:** آرام سان ليٽڻ. چيلهه سڌي ڪرڻ. سمهڻ.

**ڪَمرڪَس:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر (ڪوُنر).

**ڪَمر ڪَسڪُ:** ص. ڪمزور چيلهه وارو - سنهو - هيڻو.

**ڪَمرڪَش:** ص. همت وارو - جوان - دلير. محنتي - اورچ - جفاڪش.

**ڪَمر ڪَشڻ:** سندروٻڌڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**ڪَمر:** ث. پائي جو اهو سوراخ جنهن ۾ بيءَ ايس جي جُوڙو جهجي.

**ڪُمر:** ث. جند ۾ ڳاري و جهڻ وارو ڳِڙڪ.

**ڪَمَرَبَندُ:** ذ (ف) چيلهه کي ٻڌڻ جو ڪپڙو يا پٽو. ڌرتيءَ جي گولي جو هڪ خيالي حصو (جاگرافيءَ جي اصطلاح موجب اُتر ٺڌو ڪمربند. اُتر پورو پنو ڪمربند. گرم ڪمربند. ڏکڻ پورو پنو ڪمربند ۽ ڏکڻ ٺڌو ڪمربند).

**ڪَمرڪَ:** اسم خاص. هڪ قسم جو ڪپڙو

**ڪَمرو:** ذ. ڪوٺي - روم. جاءِ يا گهر جو هڪ روم.

**ڪَمري:** ث. ننڍڙو ڪُڙتو. صدري - واسڪوٽ. مال جي هڪ بيماري.

**ڪَمري ٿيڻ:** چيلهه ۾ چُڪ پوڻ.

**ڪُمري:** ث. درجي طاق ڦيرڻ لاءِ چانٺ ۾ ٺهيل ننڍڙي ڳڌ.

**ڪَمزورُ:** ص (ف) هيڻو - بي طاقت. اپرو. بي پهچ.

ڪمزور ڪرڻ: طاقت ٽوڙڻ. اپرو ڪرڻ.

**ڪمزوري:** ث. هيڻائي - بي طاقتي. اپرائي.

**ڪَم سُخن:** ص (ف) ٿورو ڳالهائو - بي زبان.

**ڪَمسِن:** ص (ف) ننڍيءَ عمر جو - ٻار. معصوم.

**ڪَمسِني:** ث. ننڍپڻ. معصوميت.

**ڪَمسُول:** ذ. هڪ تنگ ڪان جڏو گهوڙو. گهوڙي جي ڏڌ نڪري پوڻ جي بيماري.

**ڪَمشنرُ:** ذ (انگ) ڊويزن يا علائقي جو وڏو رويني آفيسر.

**ڪَمشنرِي:** ث. ڪمشنر جو عهدو. ڪمشنر جي ماتحت علائقو-ڊويزن.

**ڪَم ظرفُ:** ص (ف) هلڪي طبيعت وارو- ڪميتو. ترڙو.

**ڪَم ظرفِي:** ث. ڪميڻپ-رذالت.

**ڪَم عَقُل:** ص (ف) بيوقوف-احمق. مورک-نادان.

**ڪَم عَقلِي:** ث. بيوقوفي-احمقپائي.

**ڪَم عُمرِ:** ص (ف) ننڍيءَ عمر وارو- ڪَمسِن. ٻار- معصوم.

**ڪَم فَهمُ:** ص (ف) بي عقل- بيوقوف- نا سمجه. ٻُهلو- موڳو.

**ڪَم فهمي:** ث. بي عقلي- ناداني.

**ڪَم قيمَت:** ص (ف) گهٽ قيمت وارو- ٿورملهو- سستو.

**ڪُمَڪ:** ث (ف) مدد. لڙائيءَ ۾ فوجي مدد لاءِ وڌيڪ موڪليل امداد (سامان ۽ نفري)

**ڪَم گو:** ص (ف) ٿورو ڳالهائو- گهٽ ڳالهائيندڙ.

**ڪَملا:** ص (سن) موهني زال- سهڻي عورت.

**ڪَملو:** ذ. ڪمبل-ڪَتو. پيالو- جَمن. پشمي ڪپڙو.

**ڪَملي:** ث. چادر جو هڪ قسم.

**ڪَم مايہ:** ص (ف) ٿوري پُونجيءَ وارو.

**ڪَمَندُ:** ذ (ف) ڦندو (رسيءَ جو). رسيءَ جي ڏاڪڻ. ڪماند-نَيشڪر.

**ڪُمُندو:** ذ. بغير موسم فصل ڪندڙون.

**ڪَم نَصِيبُ:** ص (ف) نياڳو- بدبخت- ڇَندو.

**ڪَم نَصِيبي:** ث. نياڳ- بدبختي.

**ڪَم و بيش:** ظ (ف) ٿورو گهڻو- گهٽ وڌ. لڳ ڀڳ.

**ڪَموشِي:** ث. اُها جار جنهن ۾ ڦڪا پيرون ٿين.

**ڪَم وَندو:** ص. ڪم ڪندڙ- ڌنڌي ڏاڙيءَ وارو. ڪم ۾ مشغول- رُڌل. اُميدوار- غرض وارو.

**ڪُمَهلائي:** ث. بيگاهه وقت. اوير- دير.

**ڪُمهَلو:** ص. بي وقت- بيگاهه وقت. اويرو- دير سان (ث. ڪُمهلي).

**ڪَمِي:** ث (ف) گهٽتائي- ڪوتاهي. ٿورائي. اڻاٺ.

**ڪَمِي بيشِي:** ث. گهٽ وڌائي- ڪس ڪسر.

**ڪَمِي:** ص. ڪم وارو. پورهيت- مزدور.

**ڪَمِين وانگر ڪمائڻ:** نوڪرتي ٻيهڻ. تمام گهڻي خدمت ڪرڻ.

**ڪَمياب:** ص. اڻلڀ- ناپيد- قليل.

**ڪَميابِي:** ث (ف) ٿورائي- قلت- اڻاٺ.

**ڪمي:** ث. ڪَرندي-ٽپري.

**ڪُمِي:** ث. هڪ قسم جو آبي جانور.

**ڪُميتُ:** ذ (ع) ڪارڙي ميرڙي رنگ جو گهوڙو.

**ڪُميت:** ذ. ڪاري ٻاتيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڪَميٽِي:** ث (انگ) انتظامي ڪم لاءِ مقرر ڪيل ننڍي جماعت.

**ڪَميشَنَ:** ث (انگ) دلالي. خاص مسئلن جي جاچ ڪندڙ ڪميٽي.

**ڪميشن ايجنٽ:** ذ. دلال-آڙهتي.

**ڪَميلو:** ذ. ڪوس گهر-آڌي- مذبح خانو.

**ڪَمِين:** ص (ف) ڪريل- رذيل- نيچ.

**ڪَمينٽرِي:** ث (انگ) شرح- تفسير. ڪرڪيٽ راند جو اکين ڏٺو تفصيلي حال احوال.

**ڪَمينگاهه:** ث (ف) شڪار لاءِ لڪي ويهڻ جي جاءِ-ڪُڏتو- مُهاڙي.

**ڪَمينپَ:** ث. رذالت- ڪَمينگِي.

**ڪَمينو:** ص. رذيل.

**ڪَميتَ:** ث (ع) مقدار- ماڻ (توريا ماپ جو). تعداد (ڳڻپ جو).

**ڪَمُيونٽِي:** ث (انگ) طبقو- جماعت- فرقو. برادري. گڏيل ملڪيت.

**ڪَمُيونزَم:** ذ (انگ) اشتراڪيت جو نظريو- ڏسو: "اشتراڪيت".

**ڪَمُيونِسٽ:** ذ (انگ) ڪميونزم جو پوئلڳ- اشتراڪي- ڪامريڊ.

**ڪَنُ:** ذ. ٻُڌڻ جو عضوو- گوش. چوپائي مال لاءِ ڳڻپ جو اسم (مثال: ٻڪرين جا گهڻا ڪن تو وٽ آهن؟)

**ڪَن اوپرا ڪرڻ:** ڇرڪ پرڻ. ڌيان ڏيڻ- توجه ڪرڻ.

**ڪَنَ ٻوڙا ٿيڻ:** گهڻي هُل سبب ٻڌڻ جي طاقت نہ رهڻ.

**ڪَن ٻُوساٽڻ:** ٻُڌوان ٻُڌو ڪري ڇڏڻ.

**ڪَنَ پَرڻ:** ورغلائڻ. لائي چائي ڪرڻ.

**ڪَن تائين اچڻ:** ٻُڌڻ- سُڻڻ.

**ڪَن تي پَٽڪو رکڻ:** بيپرواهيءَ هلڻ- مغرور ٿيڻ.

**ڪَن تي جُونءَ نہ چُرڻ:** ڪوبہ خيال نہ ٿيڻ- سانگوئي نہ ڪرڻ.

**ڪَنُ ٿيڻ:** تنبيه ٿيڻ. هوش اچڻ. خبر پوڻ. تجربو ٿيڻ.

**ڪَن ٽوپڻ، ڪَنَ سِبَڻ:** ڳهڻ پائڻ لاءِ ڪَن ۾ سوراخ ڪرڻ.

**ڪَن ٽوپي پويان لڳڻ:** زال پويان لڳڻ- شادي ڪرڻ.

**ڪَن پَٽڻ:** سزا ڏيڻ. تنبيه ڪرڻ.

**ڪَن پُنيان ڪرڻ:** ڌيان ۾ آڻڻ- دماغ ۾ ويهارڻ.

**کوجي:** ص.کوجنا ڪندڙ.ڳولائو.

**کوچرو:** ص.خوامخواه دخل ڏيندڙ.شرارتي- حرڪتي.اَنوشرو.

**کودو:** ذ.ڪڏه جو نرڦڙ-کوتو.(ٿ.کودي).

**کورمو:** ذ(ع:قورمہ)گوشت جي ٻوڙ جو هڪ نمونو.

**کُورو:** ذ.ٻه جو وڏو مچ- آره.ڀٺي (شرب،سرن،چن وغيره جي). لوهار جو مچ.آوي- نهائين(ڪنڀر جي).

**کُورا ڪپائڻ:** مچ مچائڻ- دونهن دکڻ- دل ۾ درد پيدا ڪرڻ.

**کُوري:** ٿ.ننڍو کورو.مچ.

**کوريءَ مان ڪڍڻ:** مصيبت کان ڇڏائڻ.

**کُوريون هڻڻ:** وانءِ ۾ ڪنهن ڪتن لاءِ سيون ڪڏون ڪتڻ.

**کَورو:** ذ.ٿهڪو- جوش- وڀ روو- اُدمو.

**کوڙ:** ٿ.رڱيل يا چرين ڪپڙي کي ڏکري سان سٽي سر ڪيڻ.

**کوڙ ڏيڻ:** کوري يا رڱيل ڪپڙي کي سٽي سر ڪيڻ ءِ ته ڪرڻ.

**کوڙ ڪرڻ:** پڻ کي کوڙڻ يا جماڻڻ- کپڻ.

**کوڙ ڪاٺڻ:** تاس راند ۾ پتن هوندي سوندي ٻيو پتو لهي ڏيڻ.

**کوڙُ:** ذ.ڍڳ- ڍير- انبار.(ص)گهڻو- زياده.بي انداز.

**کوڙ هڻڻ:** چمڙي جا گهنج لاهڻ.

**کوڙ سارو:** گهڻو ڪجهه- تمام گهڻو- بيشمار.

**کوڙسو:** ذ.سندان کي قابو ڪندڙ ڪاٺ جي اَڏي.

**کوڙڻُ:** م.اُپيو ٻيهارڻ- قابو ٻيهارڻ.کپائڻ.لنو ڪڻ.لهڪائڻ.

**کوڙو:** ذ.ضرب جي جدول.اندراپ ڪري ٻيهاريل ڪاٺن جي ڏن.

**کوڙو پچڻ:** راز سلڻ.مسئلو حل ڪرڻ.

**کوڙو نہ لڳڻ:** ڳالهہ جو عقل کان ٻاهر هجڻ.

**کوڙي:** ٿ.اَنَ جو ڍڳ.ڍڳي- سٽي.تجرتي اُنن جي قاضي جي جهوڪ.شهر ۾ اُنن جي ويهڻ جو مقرر هنڌ.

**کوڙي وجهڻ:** اَن ورهائي جدا جدا ڍڳيون ڪرڻ.

**کوڙيءَ کي گُهمرو:** سڀ چٽ- هڙني ناس.

**کوسا:** اسم خاص.بلوچن جي هڪ ذات.

**کوسائي:** ص.ٻج ڏڙهيو ٻجي.

**کوسڙو:** ذ.ٻڙاتو چنل پادر.

**کوسو:** ذ.زوري ڪسيندڙ- ڦورو- جهانڻو.

**کوکلو:** ص.خالي- نهلو.پورو(اندران خال وارو).

**کوکو:** ذ.ڪاليءَ جي صندوق جهڙو ڀڪس- پيٽي.(ص)خالي-کوکلو.

**کوکو ٿيڻ:** بيڪار ٿيڻ.ڪابہ اختياري نہ رکڻ.

**کوڳُ:** ذ.ميڙ سيڙ- اوگهہ سوگهہ.

**کولاندرُ:** ذ.ضامن- جوابداري ڪندڙ- ڪفيل.(ٿ)ضمانت.عيوضو.

**کولاندو:** ذ.بدل هڻڻ جو عيوضو.

**کولائڻُ:** م.ظاهر ڪرائڻ.پوريل دروغيره پٽائڻ.

**کولرَ:** ٿ.ننڍين ٿڻن واري ٻڪري.

**کولرُ:** ص.ڪنَ وارو-کولو.

**کولڻَ. کولڻُ:** م.پٽڻ- اپٽڻ.ظاهر ڪرڻ- پڌرو ڪرڻ.ڦاڙڻ. پچڻ.اُکوڙڻ.سلجهائڻ.ڇڏڻ- آزاد ڪرڻ.رها ڪرڻ.ڪشادو ڪرڻ.ڇوڙڻ(روزو).

**کولو:** ذ.ڪل- چمڙي(جيڪا طهر وهارڻ مهل وڍي ڇڏجي).

**کولُوُ:** ص.کل وارو.اڻ طهريل.

**کولي:** ٿ.ننڍڙي کوني(جبل جي).

**کوليرو:** ص.اڻ طهريل.گهٽ ذات وارو.

**کُومانُ:** ذ.ترمرتيندڙ هڪ قسم جو گاهه.

**کُومائڻُ:** م.منجهائڻ- پريشان ڪرڻ.

**کُومو:** ذ.ڪپڙي سڙڻ جو دونهون يا ڌپ.هڪ قسم جو ڍانڍي ٻڪي.

**کُونيتُ:** ذ.کونيٽ(بوٽو).

**کُونٽو:** ذ.چوٻني کي ٻڌڻ لاءِ زمين ۾ کتل ڪلو.

**کونٽو ڏيڻ:** جاءِ هنڌ ڏسڻ.مٿهو جو پٽو ڏيڻ.

**کَوني:** ٿ.پلان جو ٻيو ٻون چيڙو.

**کُوٺو:** ذ.مندلي ءِ جو هڪ قسم- نبات.

**کُونڊ:** ٿ.روڙ- پٽ کوهه.

**کُونڊائڻ:** م.پٽائڻ- چڻائڻ.روڙائڻ.

**کُونڊائي ونڻ:** کسي ونڻ- ڦري ونڻ.

**کُونڊڻُ:** م.پٽڻ(وار،کنپ).چڻڻ- روڙڻ.

**کَونرُ. کُنُونرُ:** ذ.کنهن ٻوڻ جي ٿڙ مان نڪرندڙ ڳنگهدار رس(جنهن ۾ چنبڙڻ جي خاصيت هجي).

**کَونرا ڪرڻ:** دڙهہ هڻڻ- ڪڏ ڪرڻ.

**کَونرا ڪائڻ:** جوش کائڻ- پڙ ڪڻ- ٻڙ ڪڻ.

**کَونس. کُنُونسَ:** ٿ.کِنڊ- حرڪت- چرچ.مستي- شرارت.

**کونس ڦٽائي:** هٽ چرند.حرڪت- شرارت.

**کونس ڪرڻ:** حرڪت ڪرڻ- چرچ ڪرڻ- شرارت ڪرڻ.هٽ چرند ڪرڻ.

**ڪَونسر:** ص.ساڙسڙيو- بدخواهه.ڪونسنو.

**ڪَونسَڻُ، ڪَئونسَڻُ:** چرچ ڪرڻ-ڪَنڊ ڪڻڻ.

**ڪَونسنو:** ص.دشمن-ويري.

**ڪُونڪو:** ذ.تمام پوڙهو- جهور.

**ڪونگهرو:** ذ.ننڊ ۾ ننڊ ۾ ٿڙيءَ مان نڪتل ساهه کڻڻ جو آواز.

**ڪونگهرا هڻڻ:** ننڊ ڪرڻ.بي اونائيءَ سان سمهڻ.

**ڪونَ:** ث.وچ-ڪنون.

**ڪُونَ:** ث.پاسو-طرف.ڏس واري ڪُنڊ.

**ڪُوني ڪَڏ:** ث.اونهي ڪَڏ يا کوبو.

**ڪُوهُ:** ذ. ... ۾ زمين ۾ گول ڪَڏ کوٽي ان ۾ ڪاٺيءَ جو چَڪ رکي، مٿان پڪين سرن جي گولائيءَ ۾ اوساري کڻن ٿا. ان بعد آهستي آهستي چَڪ جي هيٺان مٽي ڪڍي چَڪ لاهيندا ويندا ۽ مٿان اوساري ڏيندا ويندا).

**ڪُوهه ۾ ٽپو ڏيڻ:** جوکي جهڙو ڪم ڪرڻ.نقصان وارو ڪم ڪرڻ.

**ڪُوهه ۾ ڦٽو ڪرڻ:** ڏيءَ کي ڪنهن ظالم ماڻهوءَ سان پرڻائڻ.

**ڪُوهه ۾ ڪَل اچلڻ:** سيءَ کي رد ڪرڻ.

**ڪوهه:** ث.ڪونڊ-پٽ-چِن.ڪپڙي وغيره جي وڙڻ واري حالت.

**ڪُوهاڏو:** ذ.ناريا هرلي لاءِ کوٽيل کڏ.

**ڪُوهائو:** ص.کوهه وارو.(ذ) کوهه کوٽيندڙ-ڪاٺيو.

**ڪُوهَرَ:** ث. هيٺ هين زمين يا درياءَ جي سُڪل پيٽ ۾ کوٽيل ڪچي کوهي.

**ڪوهڻُ:** م.پِنڻ (وار).ڪونڊڻ.روڙڻ.سٽڻ-پيچڻ.ڏاڍي مار ڏيڻ.

**ڪُوهو:** ذ.ٻيڙيءَ جو سُڪان.جنهن تي سڙهه ڪڄي.

**ڪُوها ڪڻڻ:** سڙهه ٻڌڻ-روانگيءَ جي تياري ڪرڻ.

**ڪُوهي:** ث.ننڍو کُوهه.

**ڪوهيو، ڪوئيو:** ذ. ڪاڙهيل کير جي ٽِڪي- ماٺو.

**ڪوءِ:** ظ.ٻڻ-ڪڏ ۾-کوهه ۾.

**ڪوئِڊُ، ڪوئيڊُ:** ذ (ف: خويد) جَوَن جي ٻوڪ جا آيون- ڪرا (جيڪي گهوڙن کي کارائين).

**ڪوئڻ:** ث.ڪرڙ ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي آڏي.

**ڪَهَ:** ث.خارش-کاڄي-کنهر.

**ڪَهَ ڪُونسَ:** جهيڙي لاءِ بهانو.حرڪت بازي- چرت.

**ڪَهَ:** ث.مٽي.خاڪ.دز-ڌوڙ.

**ڪهِ پَڪليُون:** ڌوڙ سان پيريل.

**ڪُهَه:** ذ.کوهه.کهه ڏو.اونهي کڏ.

**ڪُهه پوڻ:** کوهه ۾ پوڻ.چٽ ٿيڻ.کڏ ۾ پوڻ.

**ڪُهاڏو:** ذ.اونهي ءَ کڏ.جنهن تي هرلو چڙهي.

**ڪُهائڻ:** نقصان ۾ وجهڻ.پائهو ڪرڻ.نهوڙڻ- بي سٽو ڪرڻ. ورچائڻ.

**ڪُهجڻ:** م.ٽڪجڻ.هجڻ.ماندو ٿيڻ.ورچڻ.

**ڪُهجي وڃڻ:** ڪُٺي وڃڻ.

**ڪَهَرَ:** ث.خارش-ڪَهه-سر سر.جهيڙي لاءِ بهانو.تڪرار-ڦڏو

**ڪَهُرائي:** ث.مزاج جي سختي.سطح جي ناهمواري.

**ڪَهُرو، ڪُهرو:** ص.ڪَرَ ٻرڙو وارو- ناهموار.سخت سطح وارو.تيز طبع- ڪَرڙو.(ث.ڪهري).

**ڪَهرو ٿيڻ:** جلدي ڪرڻ.ڪاوڙجڻ.

**ڪَهرو ڳالهائڻ:** ڏاڍيان ڳالهائڻ.ڪاوڙ مان ڳالهائڻ.تکو منو ٿيڻ.

**ڪُهرو:** ذ.نڪر جو ٿانءُ.جنهن ۾ ڪاشيءَ وجهجي.

**ڪُهري:** ص.گپ سان پيريل- چِڪارو.سخت زمين.

**ڪُهڙ:** اسم خاص.خيرپور ضلعي ۾ هڪ تاريخي شهر جو نالو.جتي مخدوم عبدالرحمان شهيد جو مقبرو آهي.

**ڪُهڙو:** اسم خاص.سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**ڪُهنبا:** ذ.زالاتا.شاديءَ جي ستين مهيني ڪنوار جي هڪ رسم.

**ڪُهنباٽي:** ص.ڪُنڀ چاڙهي ڪپڙا رڱيندڙ- نيروٽي- رنگريز.هڪ ذات جو نالو.

**ڪُهنبائي:** ص.ڪُهنبي جي رنگ جهڙو.رڱيل.

**ڪُهنبڙي:** ث.ڪجيءَ جو هڪ قسم.ماڻهوءَ جي رت خراب ٿيڻ جي بيماري.

**ڪُهنبو:** ذ. هڪ قسم جو ڳاڙهو ڪپڙو.چُريل ڪپڙو (ٻانڌڻو وغيره).ڪڪڙ جو هڪ قسم.(ص) ڳاڙهو- ڪيسر جي رنگ جهڙو.(ث.ڪهنبي).

**ڪُهنبي جو چُٽڪو:** ذ.بي بقا-ان جتادار.

**ڪَهَڻُ:** م.گسڻ.چراند ڪرڻ.وڙهان وڙهان ڪرڻ.هرويرو ڪُنڊ ڪڻڻ.وڙهڻ لاءِ بهانا ڳولڻ.جهيڙو ڪرڻ.

**ڪُهَڻُ:** م.ٽڪجڻ.ورچڻ.چور ٿيڻ (ٿڪ ۾).ماندو ٿيڻ.ڪُٺي وڃڻ- ڪنگال ٿيڻ.

**ڪَهو:** ذ.ڏرڪوٽڻ لاءِ وڏو ڏگهو رنبو- وڏو ڪهيڙو.

**ڪَهو:** ص.چوهو- جهٽڪو.مينهن جو طوفان.مزو-لذت- چسڪو.

**ڪَهو:** ذ.بنا پاٽيءَ ٻوڪ.

**ڪَهورَ:** پنهنجي خيال ۾ سڌو دوڙڻ ۽ ڪوبه خوف نه ڪرڻ

واري حالت.

**کَهِي:** ث. ٿَهي- وَهي. ڄمار- عمر. هاڃي- جسم جي بيهڪ. جواني- رَتي. ڪاڄي- خارش. پوک واري زمين مان ٻوٽا اُکيڙي ڪڍڻ لاءِ ڏکهي ڳن سان رَنبي.

**کَهِي ڪَٽَڻُ:** مشڪل سان فتح ڪرڻ.

**کُهِي:** ص. ٿڪل- ساٽي.

**کَهياتو:** ص. پيريءَ ۾ صحتمند رهندڙ.

**کُهيد:** ث. سائي ڪنڪ جا تِيلا پن (مال کي کارائڻ لاءِ).

**کُهيد کائڻ:** نسرڻ کان اڳ ڪنڪ جا پن کائڻ. طاقت ۾ اچڻ.

**کُهيد کي رَسڻ:** تيار ٿيڻ. سنبرڻ.

**کَهيڙو:** ذ. ڏکهي ڳن سان رنبي جهڙو هڪ اوزار (جيڪو ٻنيءَ مان جهنگ وڍڻ جي ڪم اچي).

**کَهيڙي:** ث. موچڪي ڪم جو هڪ اوزار- رنبي.

**کُهَيلُ، کُهيو:** ص. ٿڪل- ورتل. هيٺو. بيزار. بد حال. ڪنگال.

**کَئہ:** ظ. برباد- تباهي- هاڃو.

**کَئَڻُ، کَيَڻُ:** م. کائڻ. ڳڙ ڪائڻ. واپرائڻ (کاڌو). (ذ) کاڌو- کاڄ- طعام.

**کَئو، کيو.** ص. نشي ۾- خماريل. مست- الوٽ.

**کَئو ڪرڻ:** مخمور ڪرڻ.

**کَئون کَئون:** ذ. ڪنگه جو آواز. کنگهڻ جو عمل.

**کي:** حرف جر. ڏانهن- طرف. وَٽ- پاسي.

**کيانتو:** ذ. خير جي خبر ڏيندڙ. ملاقات جو سَوَن ڏيندڙ قاصد (ڪانءُ).

**کيائي:** ث. چريائي- ديوانگي- سوداءُ- جنون.

**کيبَرُ:** ص. گهڻ کائُو- پيٽوڙي- هبچي.

**کيٽُ:** ذ. ٻني- پوک- کيٽ. پوک واري زمين.

**کيٽ کَنڊو:** حساب ڪتاب- وهنوار.

**کيٽ:** اسم خاص. شاه جي سُورمي "مارئي" جي مڱيندي جو نالو.

**کيٽرڻ:** م. مست ٿيڻ.

**کيٽي:** ث. پوک- فصل. آبادي. ڏنڌو- گذران. روزمره جو وهنوار.

**کيٽي ٻاڙي:** ث. پوکي راهي- ٻني ٻارو.

**کيٽيءَ کائڻ:** حق حلال جي پورهئي تي گذارن ڪرڻ.

**کيٽڙيو:** ص. بيوقوف- احمق- مورک- چريٽ.

**کيٽُ:** ذ. کيٽ- پوک- ٻني- فصل. اها اراضي جيڪا پوک هيٺ آيل هجي.

**کيٽ کانيائي ڇڏڻ:** سڀ لاڳاپا لاهڻ- واسطا توڙڻ.

**کيٽرُ:** ص. کيٽو ڪندڙ. فسادي.

**کيٽو:** ذ. ضد- تيسو- گهڳي. ٻار جو رسامو- ڪروڌ. ڪنڪل- ڪتراڳ.

**کيٽو ڪرڻ:** تيسو ڪرڻ. پيندي ٻارڻ.

**کيپ:** ث. سامان- بار (تجارت جو). واريءَ آيل مال. جهاز يا ٻيڙي جو پُور.

**کيپ پَرڻ:** سفر جو سامان گڏ ڪرڻ.

**کيپ کَٽڻ:** نفعو ڪمائڻ. سوداگريءَ مان ڪمائڻ. سوڀ ڪرڻ.

**کيپُ:** ذ. نشو- خمر. نشي جو سُرور. خُمار جي موڳائي.

**کيپُ چڙهڻ:** نشو چڙهڻ- خمر چڙهڻ.

**کيپ ۾ اليپ هئڻ:** نشي ۾ الوٽ هئڻ. تمام گهريءَ ننڊ ۾ هئڻ.

**کيپراٽي:** ث. کيپراٽي- کوپري- مغز جو هڏي وارو پيالو.

**کيپو:** ص. نيپو ڏيندڙ- قاصد. (ذ) ٽڪڙو خط.

**کيپي:** ص. نشي ۾ مدهوش- خماريل.

**کيچ:** ذ. فساد- جهيڙو- ڪروڌ.

**کيچ:** ذ. هيجُ- شوق. مانو- انگل. خوشي- موج.

**کيچ کٽڻ:** انگل پورو ڪرڻ. سوڀ ڪرڻ. فائدو حاصل ڪرڻ.

**کيچرو:** ص. موجي- عيش پسند- کيچ ڪندڙ.

**کيچڙ:** ث. اها زمين جيڪا کيڙڻ لائق نه هجي ۽ منجهس پاڻي پراڻي گاه وغيره پيدا ڪجي.

**کيچڙو:** ذ. تڪليف- آزار. ڏک- ارمان.

**کيچو:** ذ. جهيڙو- فساد. وڏاءُ.

**کيچَل، کيچلائي:** ث. ڪؤنس- حرڪت- مستي- شرارت. مسخري. چنولائي.

**کيچل بازي:** بي مزي لڙو واري راند- مسخري.

**کيچلو:** ص. حرڪتي- مستي خور- شرارتي. چنولو. (ث. کيچلي).

**کيچو:** ذ. چونورن جي رب يا ٽي مان نهيل پيڙ (جيڪو تيل ۾ تري کائجي).

**کيدرو:** ص. تڪليف ڏيندڙ- ڏکيو. بدفضيلتو- ادنگو.

**کيدو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**کيڏ:** ث. راند. اٽڪل- حرفت. چالاڪي. رمز- ٽَل. هٿ ناٽ.

**کيڏاري:** ص. راند يگر. چالاڪ- تجربيڪار. حرفتي- اٽڪلي.

**کيڏائڻُ:** م. راند ڪرڻ- کڏائڻ. وندرائڻ.

**کيڏڻُ:** م. راند ڪرڻ. راند رهڻ. کڏڻ. وندرڻ. نينگ ڏيڻ.

**کيڏو:** ص. چالاڪ- سيانو- هوشيار.

کيڏوتو: ذ. راند جو بال- ڏڙهو- کينهون.

کيرَ: ٿ. ٻيڙهي. کيڙ. اصل نسل. ٽولي. جماعت- سَٿ.

کيرَ: ٿ. مبارڪ- واڌائي. ڪپڙي جي ٻن پڙن کي ملائڻ واري ڪِيلَ.

کير مبارڪ: ٿ. خوشيءَ جي واڌائي.

کيرون ڪڍڻ: ٻاريون ڏاهڻ- ٻاريون ڪڍڻ.

کيرُون: ٿ. مبارڪون- واڌايون.

کيرُ: ذ (ف: شيرُ) ٿڻن مان نڪتل اڇو پاڻي- شيرُ. ٿڃ. وڻن ٻوٽن جو کير جهڙو رَسُ.

کيرالي: ٿ. کير مان ٺاهيل مني لسي.

کيرُ پُٽَ: ذ. آل اولاد. مال ملڪيت.

کير پياڪُ: ص. ٿڃ ڏائيندڙ- شير خوار.

کير جمائڻ: کير ۾ سباڻ وجهڻ- ڏونر ڏاهڻ.

کير کَرڻ: کير جو ڦٽڻ- کير ڪٿو ٿيڻ. اولاد جو نافرمان ٿيڻ.

کيرُ کَنڊ ٿيڻ: صلح ڪري هڪ ٿي وڃڻ. پاڻ ۾ رَلي پَرچي وڃڻ. ٺهي ٿيڻ.

کير لاهي بيهڻ: يڪدم بدائڻ- سچي ڪرڻ.

کير ۾ موري وجهڻ: ٺهيل ڪم ۾ ڏڦير وجهڻ.

کير وهي پَٽ ۾ پوڻ: ساڳي ڳالهه ٿيڻ- هڪجهڙائي ڏيکارڻ.

کيرَٿَرُ: اسم خاص. سنڌ جي الهندي پاسي وارن جبلن جي قطار.

کير کَريو: ص. بنياد ڪان ڪريل- بدبنياد. نافرمان.

کيرول: ٿ. هڪ قسم جو وڻ ءِ ان جو ڦر. ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ ول ءِ ان جو ڦٽ.

کيرولي: ٿ. هڪ قسم جي ول.

کيرَ پڙو: ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم (ماوي مان ٺهيل پيڙو).

کير ڌوتو: ص. نج- خالص- صاف.

کير کَلي: ٿ. گهڻو کير ڏيندڙ چوپائي.

کير کير وَتي: ٿ. ٻاراتي راند جو هڪ قسم.

کيرَ مَکڻ: ذ. مال رزق- مال متاع.

کيرَ مَنڊي: ٿ. ڳچي جو هڪ قسم (ٽڪ سان چانديءَ جي منڊي جيڪ شاديءَ ۾ ويڙهه سان گڏ ڪنوار کي پارائين).

کيرَڻ: ۾. پنجهوءَ کي ٻارين ۾ پٿارڻ.

کيرِتي: ٿ. کيرءَ چانورن مان ٺهيل مٺو کاڌو- شيريني.

کيرو: ص (ف: خيره) ساتو- بي حس (جسم). موڳو- وائڙو.

کيرو: ذ. ڪچڙن سنگن ۾ کير جهڙو پيدا ٿيل گودو. وهٽن جي کاڌي لاءِ سائي ٻاجهر يا جوئر جو چارو. پلي جو هڪ قسم- نرپلو. (ص) کيرپيڪ.

کيرو ويرو: ص. مست- مجذوب. ضعيف.

کيري: ص. کيرواري- کير ڏيندڙ- کيريتي.

کيري: ٿ. ٻن سالن جي مينهن يا ڏڳي (جنهن ڏند نه ڪڍيا هجن).

کيري: ٿ. چؤپائي جي ٿڻن وارو گوشت.

کيري لاهڻ: ٿلهو ٿيڻ.

کيريتو: ص. کير ڏيندڙ. ٿڃ شريڪ.

کيريو: ذ. هڪ قسم جو جابلو وڻ.

کيڙَ: ٿ. ٻنيءَ ۾ آيل هر. کيڙيل زمين- کيڙي.

کيڙاتي: ٿ. هَرن سان کيڙيل زمين.

کيڙائڻُ: ۾. زمين کي هر ڏيارڻ.

کيڙائو: ص. سمنڊ ۾ هلندڙ ناکئا.

کيڙَڻُ: ۾. زمين کي هر ڏيڻ. زمين اُٿلائڻ. ڳولڻ- جستجو ڪرڻ. وڙڻ.

کيڙو: ذ. وڏي ڍال- سپر.

کيڙي: ٿ. هر آيل زمين. کڙيل زمين (جنهن ۾ آبادي نه هجي). چاڪ يا چن واري زمين جو قسم. ڍال- سپر.

کيڙي لَٿڻ: ٻنيءَ ۾ ساوڪ ٿيڻ.

کيڙي ميڙي: ٿ. پگهر جو پورهيو. بچت سچت. ڪُل مال ملڪيت.

کيس: ذ. ٿلهي ڪپڙي جي خاص قسم جي اُناوت واري چادر (جيڪا وڇائڻ ءِ اوڍڻ جي ڪم اچي).

کيساتَڻُ: ۾. نهوڙڻ- بيهوش ڪرڻ. منجهائڻ- وايون ٻتال ڪرڻ.

کيسانو: ذ. نصرپور لڳ هڪ ننڍي شهر جو نالو. کيسن ڏاهڻ لاءِ مشهور.

کيسَرُ: ذ. خدمت چاڪري- ٽهل ٽڪور- شيوا.

کيسلي: ٿ. موڳي. ڍري- مَٽڪَسُ.

کيسو: ذ. (ف: کيسَہ) قميص يا ڪوٽ وغيره جو گوندو- جيب- گيدو.

کيسو تکڻ: گداگر هئڻ. رشوت خور هئڻ.

کيسو پُر ڪرڻ: رشوت وٺڻ. رشوت ڏيڻ.

کيسو سنڀالڻ: پوروءَ واجبي خرچ ڪرڻ.

کيسو کولڻ: سخاوت ڪرڻ. دل کولي خرچ ڪرڻ.

کيسي ۾ هئڻ: ڏليکڻ- پرواهه نه ڪرڻ.

کيسي ڪَپُ: ص. کيسو ڪتريندڙ- جيب ڪترو- ڳنڍ ڇوڙ.

کيڪَ: ٿ. ناٽي جي ٿيلهي- هميانِي.

**ڪِيڪارَ، ڪيڪَرَ:** ث.ڀليڪارَ- خوش خير عافيت.آجيان- خوش آمديد- آدرڀاءُ.مزاج پرسي.

**ڪِيڪارَڻُ:** م.آدرڀاءُ ڪرڻ.ڀليڪار ڏيڻ.آجيان ڪرڻ- مرحبا چوڻ.

**ڪيڪر بازي:** ث.سلام دعا- عليڪ سليڪ.آدرڀاءُ.

**ڪيڪَرَ:** ث.وات جي ڌمڪي- رعب- دٻاءُ.

**ڪيڪڙاٽُ:** ذ.گدڙ.لومڙ وغيره جون اُونڙُون.ڏندن ڪڙڪائڻ جو آواز.

**ڪيڪڙاٽ ڪرڻ:** ڦاسڻ ڪان پوءِ مٿُون آڙيون ڪرڻ.

**ڪيڪڙو:** ذ.هڪ قسم جو سامونڊي جيت- سرطان.

**ڪِي ڪِي:** ث.ڪِلڻ جوان وتندڙ آواز.اجنبي ڪِل- ڪچڪو.

**ڪيلُ:** ذ.تماشو- بازي.ناٽڪ.وندر.راند- کيڏ.

**ڪِيلَ:** ث.چادر يا اجرڪ وغيره جي ٻن پڙن ڪي پاڻ ۾ ڳنڍڻ لاءِ خاص قسم جو رنگين يا اڇو بخيو.

**ڪيلَڻُ:** م.کيڏڻ- راند ڪرڻ.ڪيل ڪرڻ- تماشو ڪرڻ.وندر ڪرڻ.راند روند ڪرڻ.

**ڪِيلَڻُ:** م.ڪيلَ هڻڻ(چادر يا اجرڪ جي پڙن ڪي).

**ڪِيڻَ:** ث.خوشي- ڀلائي.عافيت- خيريت.سک سهنج.

**ڪِينجهو:** ذ.پاڻيءَ جي وهڪري ۾ پيل ڪنهن وڻ جون ٽاريون.ٽڙ وغيره جيڪي وهڪري کي رنڊائين.

**ڪينچڻ:** م.چِڪڻ- تاڻڻ.اينگهائڻ.

**ڪَبنسَ:** ث.ڪؤنس- هٺ چراند- حرڪت- شرارت.

**ڪينسڻ:** م.هٺ چراند ڪرڻ- ڪؤنس ڪرڻ.

**ڪينڪار:** ث.ڀنيڪار- مرحبا- ڪيڪر.

**ڪينڪارڻ:** م.ڪيڪ رڻ- ڀنيڪار ڏيڻ.مرحبا ڪرڻ.

**ڪَينهون، ڪينهوڙو:** ذ.سُٽ.ءِ ڪپڙي مان نڪتل بال- ڌڙهو.

**ڪَيڻُ، ڪيئڻُ:** م.کائڻ(طعام.قوت).چوڳو ڪرڻ.

**ڪَيڻُ پيڻُ:** کائڻ پيئڻ.

**ڪِينُ:** ذ.کاڌو- طعام- قوت- خوراڪ- غذا- چوڻو.

**ڪيناني:** ڏانديءَ پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪيو، ڪئو:** ص.نشي ۾ خماريل- مخمور.متوالو.

**ڪيهَ:** ث.ڪهه- دڙ- مٽي- ڌوڙ- رک.

**ڪيهو:** ذ.ٿلڪل- ساٿو- ماندو.



**گ:** ذ.اُچار گاف.سنڌي الف- بي جو ايڪيتاليهون اکر.فارسيءَ جو چوويهون اکر.

**گابارُ:** ص.گابا چاريندڙ.

**گابَٽُ:** ث.ننڍڙي گابي- وَهڙي.

**گابو:** ذ.ڳئون جو ڦر.(ث.گابي).

**گابي ڳَنڊُ:** ث.وڪڙواري هڪ قسم جي ڳنڍ.

**گابيو:** ذ(ٻيڙيءَ جي)وڏي سڙهه مٿان چاڙهيل ٻيو سڙهه.

**گاترو:** ذ.ڏاڪائين دروازي جي وچ ۾ ڏکن جي جهل لاءِ لڳل ڪاٺ جي پٽي.

**گاٽُ:** ث.ڳسن يا ڳهچي سان ٿيل نشان.چٽو- گاٽ جو رهڙو.

**گاٽ پيٽُ:** ذ.پيٽ تُوٽ.ڳسڻ ۽ پيسڻ.

**گاٽو:** ص.ڳسڻ واري حالت- گهڪو- رهٽو.

**گاٽوڙُ:** ذ.ڪنهن به شيءِ جو ڳنل يا ڳو.ڳنل هنڌ.

**گاجَ:** ث.ڳوڙ(ڪڪرن جي).گجڪرَ(پاڻيءَ جي).وڏو آواز.تيلي ٻج.سرنهن جو هڪ قسم.گجي- جهڳ.

**گاجُون ڪرڻ:** گجگوڙ ڪرڻ.زور سان ڳالهائڻ.

**گاجُ:** ذ(انگ)هڪ قسم جو سنهو سوٽي ڪپڙو.

**گاجرو:** ذ.پٽاني ڳجرن جو سائو گاهه- ڳجرن جا پن.پرت پريل ڪپڙي جو هڪ قسم.

**گاجُرو بانسُرو:** ذ.ڪن چن- گند ڪچرو- اير غير.

**گاجريا:** اسم خاص.هندن ۾ هڪ ذات.

**گاجڙي:** ص.ڳڙهتندڙ- نشاني باز- تيرانداز.

**گاجَرُ:** ص.ٿلهو اٿو- ڏارو.

**گاد:** سم خص.هڪ ذات جو نالو.

**گاداشاهي:** ص.ان ڪپڙيو- کهرو.رواجي- مالو چالو.بيدولو.

**گادي:** ث.ويهڻ لاءِ ڪپڙي جي پراڻ وارو گاديلو- گدي.مسند- تخت.حڪومت جي نشست.گهوڙي يا اٺ جي سنجن ۾ پاسي کان ڏيڻ لاءِ ننڍو وهاڻي مثل گاديلو.

**گاديءَ تي ويهڻ:** مسند نشين ٿيڻ- تخت تي ويهڻ. وارث ٿيڻ.

**گاديءَ سَر:** ص. گاديءَ تي ويٺل فقير.

**گادي نشين:** ص. تخت ڌڻي- مسند تي ويٺل.

**گاديلو:** ذ. چمڙي يا ڪپڙي جي ٿلهي گادي. پلنگ تي وڇائڻ لاءِ ٿلهي پٿراني. وڇائڻ لاءِ وڏو وهاتو.

**گاڏاهُ:** ذ. گهڻين بيل گاڏين جي هلڻ سبب نهيل رستو- گهاڙو رستو.

**گاڏاهي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**گاڏرُ:** ص. گاڏي هلائيندڙ- گاڏير. پکيءَ جو هڪ قسم.

**گاڏڙ:** ص. گڏيل- گڏوچڙ. ملاوتي.

**گاڏڙ ساڏڙ:** ص. گڏوچڙ ٿيل- مرڪب. اڻ خالص.

**گاڏو:** ذ. ڦيٿن تي هلندڙ ڪاٺ يا لوهه جو دٻو. ريل گاڏيءَ جو دٻو. بار ڍوئڻ لاءِ ڇڪڙو. ننڍي گاڏي (ٻارن جي).

**گاڏو ڏڪڻ:** ڏکيو سکيو وقت گذارڻ. جيئن تيئن ڪري گذر سفر ڪرڻ. حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻ.

**گاڏو ناس ٿيڻ:** خانو خراب ٿيڻ- جهڳو جهڻ ٿيڻ.

**گاڏهو:** ص. گڏهه جهڙو- گڏهه سان مشابهت رکندڙ.

**گاڏهي:** ص. گڏهه پاليندڙ- دايو. هڪ ذات جو نالو.

**گاڏئون:** ص. گڏيل- مليل- شامل.

**گاڏي:** ث. ڦيٿن تي هلندڙ سواري (بيل گاڏي، گهوڙي گاڏي، ريل، موٽر وغيره).

**گاڏي جوٽڻ:** گاڏي وهائڻ لاءِ گاڏيءَ ۾ وهٽ ٻڌڻ- گاڏي تيار ڪرڻ.

**گاڏي وَهائڻ:** بيل گاڏي وسيلي مزوري ڪرڻ.

**گاڏيرُ:** ص. گاڏي هلائيندڙ (عموماً بيل گاڏي).

**گاڏيرڻ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**گاڏيرو:** ص. ٻٽ ۾ پريل- ڏونسو- ڏڱ.

**گاڏي وانُ:** ص. گاڏي هلائيندڙ (عام طرح گهوڙي گاڏي)- ڪوچوان.

**گاڏينڙو:** ص. ننڍڙو گاڏو- هٿ گاڏو- ريڙهي.

**گاڏيلي:** ث. بدن جي عضون جي سهڻي بيهڪ واري زال- سهڻي موڪري بدن واري زال.

**گادِر:** ذ (انگ) لوهي شهتير.

**گاذَرُ، گازَرُ:** ص (ف) ڪنٽي- ڌوٻي.

**گار:** ص (ف) ڪندڙ. نباهيندڙ. وارو (لفظن جي آخر ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي. جيئن خدمتگار، گنهگار، يادگار وغيره).

**گارِ:** ث. فحش ڳالهه. بدزباني- دُشنام. طعنيءَ ويڻ جو ڳالهه.

**گار ڏيڻ:** فحش ڪلامي ڪرڻ- بدالفاظ چوڻ.

**گارِگند:** ث. بدزباني- فحش ڪلامي- دشنام طرازي.

**گار ڪرڻ:** ڪم ڪرڻ- غرق ڪرڻ- دفن ڪرڻ (مٽيءَ ۾). تباهه ڪرڻ- اُجڙ ڪرڻ.

**گاردُ:** ذ (انگ) محافظ- پهريدار. پهرو ڏيندڙ سپاهي. ريل گاڏيءَ جو هڪ عملدار.

**گاردن:** ذ (انگ) باغ- گلستان- چمن.

**گارنٽي:** ث (انگ) ذميواري- ضمانت.

**گارو:** ذ. گڏي مٽي (راڳي لاءِ). گپ. ٻه ملايل پنجهو.

**گارو ڪرڻ:** مٽي ڳوهڻ. راڳو ڪرڻ- ليپو ڏيڻ.

**گارُوڙو:** ذ. ڳرڻ وارو- ڳرندڙ.

**گاروڙي:** ذ. نانگ پاليندڙ. نانگ جهليندڙ. نانگن جو زهر ڪڍندڙ. ڪکيل تي جهاڙ وجهندڙ- ماندو. ماهر جوڳي (پريي جوڳي جو لقب 'پريو گاروڙي'). وڏو نشي باز.

**گاڙ:** ث. ڳڳر جي وڻ مان ڪهاڙيءَ جي ڌڪ هڻڻ سان نڪتل رَس.

**گاز:** ذ (انگ) سوٽي ڌاڳي مان اُڻيل ڪپڙو.

**گاز:** ذ. ڪئنچي- مقراض.

**گازِبانُ:** ذ (ف: گاؤزبان) دوائن ۾ ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽيءَ جو نالو.

**گاس:** ث. گاٽ. چيهو.

**گاس پيس:** ث. گاٽ مان ٿيل نقصان. لاهپاهه وغيره مان ٿيل نقصان.

**گاسليٽُ:** ذ. هڪ قسم جي معدني پاٿيٺ، جيڪا ٻرڻ جي ڪم اچي.

**گاسَڻ:** ث. لاڏين يا چونرن وغيره جي ڇتين ناهڻ ۾ ڪم ايندڙ ڳهه. ڪک. ڪانا وغيره (ص) گهيرو- چڪر- ڦيرو- وَر.

**گاسَڻ ڪرڻ:** آهستي آهستي اڳلي جي دل ونڻ. منجهه ڪڍڻ.

**گاسو:** ذ. گاٽ. ڪَسُ. ٽوٽ- نقصان.

**گاشو:** ذ (ع: غاشيہ) اُٺ جي پاڪڙي تي وجهڻ جو ڪپڙو.

**گاگرو:** ذ. اُٺ وانرن لاءِ وڏو ڇڄُ.

**گاليو:** ذ. هڪ قسم جي ننڍي ٻيڙي- ڊونڊي.

**گامُ:** ذ (سن: گرام) ڳوٺ- واهڻ. نڪاٽو- رهائش.

**گامٽو:** ص. ٻهراڙيءَ جو. هٿ جو اُڻيل ڪپڙو.

**گامڙيو:** ص. ڳوناٺو- ٻهراڙيءَ جو رهاڪو.

**گاموئي:** ص. ساڳئي ڳوٺ جو رهاڪو- ڳوناٺي.

**گامُ:** ذ (ف) قدم- وک.

**گام پرڻ:** وک وڌائڻ- تکڙو هلڻ.

**گامزَن:** ص.پنڌ ڪندڙ.تکو هلندڙ.

**گامَڻُ:** .اسم خاص.مشهور تاريخي ڪردار.جيڪو سچ ڳالهائيندو هو۽ عام طرح "گامُون سچار" جي نالي سان مشهور هو. (ص) سچار-سچ ڳالهائيندڙ.

**گامَڻ ڳائڻ:** سچ چوڻ.بناڪنڪي رهڻ.

**گامو:** ص.وک وجهندڙ-تيز هلندڙ.(ذ) گام-وک-قدم.

**گامون سچار هئڻ:** منهن تي سچ چئي ڏيڻ-بلڪل سڀتيو هئڻ.

**گانبَ دَراڙو:** ذ.بکيڙو.بدانتظامي-وڳوڙ.

**گانبولي:** ٺ.ليٽ ڪبوتر راند-بازولي.

**گانٺيا:** ذ.بيسڻ مان ٺهيل ٺلها مُرملا.

**گانجرو:** ذ.ٺلهو ڏندو-گهوٻاٽو-ڏڪو.

**گانجو:** ذ.ڀنگ جي ٻج مان ٺهيل هڪ نشيدار شيءِ (جيڪا موالي سُلفيءَ وجهي پيئن).

**گانجَئي:** ص.گانجو استعمال ڪندڙ-چرسي-موالي.

**گانڌي:** اسم خاص.هندن ۾ هڪ ذات جو نالو.نندي ڪنڌ جو اهنسا پسند اڳواڻ "مهاتما گانڌي".

**گانڊ:** ٺ.مقعد-ڳُئي.

**گانڊپو:** ذ.بچڙو ڪم-ڳُئي مارائڻ.

**گانڊ غُلامي:** ٺ.ٻانهپ.حد کان وڌيڪ خدمت.خوشامد.

**گانڊ ڦاٽڻ:** ڏاڍي خوف ۾ هجڻ.تڪليف ۾ پرجڻ.

**گانڊ مَرائڻ:** ڳُئي هٽائڻ-گانڊُو ٿيڻ-جهرائڻ.

**گانڊَڻ، گانڊُو:** ص.گيدي-بزدل.

**گانڊجڻُ:** م.ڳنيجڻ-وچڙڻ.منجهڻ (سُٽ).ملڻ.

**گانڊوڙجَڻ:** ڪُتيءَ جو نَرڪان پوءِپاڻ ۾ ڦاسي پوڻ.ڦاسڻ-وچڙڻ-اٽڪڻ.

**گانگٽُ:** ذ.هڪ قسم جو ساموندي جيت (جنهن جو گُودو رڌي کائجي)-جهينگو-هَڪم.

**گانگٽ مُچو:** ص.وڏين مُڇين وارو-مُڇر.

**گانگلو:** ص.هٺرادو چريو-جُڙتو پاڳل.

**گانگهيٽي:** ٺ.تر ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو (ڏٺ طور ڪتب اچي).

**گانو:** ذ.ڪلام.گيت-نغمو.راڳ.

**گانو بجانو:** ڳائڻ وڄائڻ-راڳ رنگ.دهلن شرناين جو واڄو.

**گانءِ:** ٺ.ڏڳي-ڳئون.

**گانءُ:** ذ.ڳوٺ-واهڻ.

**گانءُ ڪاتو:** ذ.قيدين جي حفاظت وارو پوليس ڪتو.

**گانئرو:** اسم خاص.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**گاوِيڙي:** ٺ.ٻاتيءَ جو ڪُن-ڀنور.

**گاوِيڙي مُنهن اچڻ:** وڪڙ ۾ ڦاسڻ-چڪر ۾ اچڻ.

**گاه:** ذ (ف) هنڌ-جاءِ-جڳهه.وقت-ٽاڻو-مهل.

**گاه بيگاه:** ظ.وقت بوقت.مهلو ڪُمهلو.هر وقت.

**گاهُ:** ذ (ف: گياه) ساوا يا سُڪل ڪک ڪانا.مال جي چاري لاءِ ڪک ڪانا.

**گاه پَنو:** ذ.جانورن جو چارو-گُل ٻوٽ.

**گاه دانو:** ذ.چوپائي مال جو چارو.

**گاه کائڻ:** جانورن وانگر ٿيڻ.بيوقوفيءَ جو ڪم ڪرڻ.اجائي ڳالهه ڪرڻ.

**گاهي:** ص.گاهه ڪندڙ.گاهه وڪڻندڙ.(ٺ.گاهياتي).

**گاهَڻُ:** ذ.استعمال ٿيل ردي گاهه (لانڍين جي چتين ۾ ڪم اچي). انبر-ڍڳ.

**گاهِڻ:** ٺ.گاهيتي.ڳائڻي.رقاصه.

**گاهلو:** ذ.ڳاهٽ-هجوم-انبوهه.هُل هنبس.ماڻهن جو هُلءِ گهٽائي.

**گاهي گاهي:** ظ.ڪڏهن ڪڏهن-بعضي بعضي.ڪنهن قضائي-اتفاق سان.

**گاهيو:** ص.گاهه وڪڻندڙ-گاهي.

**گاءُ:** ذ.هستي.آڪڙ-وڏائي-غرور-فخر.

**گائتري:** ٺ.(سن) هندن جو ڌرمي گيت-رگويد جو هڪ منتر.

**گائڪُ:** ص.راڳي-گويو-ڳائڻو.

**گاءِ گلو:** ص.گپ گيهه-ڳاهٽ-انبوهه (ماڻهن جو).

**گائُون مائُون:** ذ.اداس-ويا ڪل-مايوس-پريشان.

**گائُون مائون ٿيڻ:** منجهڻ.دل من هڻڻ.ڊڄڻ۽ دٻ ڪرڻ.

**گائيڊ:** ذ (انگ) سونهون-رهبر.

**گُبُ:** ذ.ڏيندين ۾ مڇيءَ جو ڪاڏو.

**گُبُ ڪڍڻ:** ٿلهو ٿيڻ-متارو ٿيڻ.

**گُبجَڻُ:** م.ڪنهن ڪاڏي جي شيءِ جو سينوار جي ڦُندڻ۽ بوڙيا ڪرڻ.

**گَبرُ:** ذ (ف) آتش پرست پارسي (ايران جو رهاڪو). (ص) وڏو مانداءِ مغرور.(اسم خاص) ماڻهوءَ جو نالو.

**گبرا پَرڻ:** دانهون ڪُوڪون ڪرڻ-هاءِ گهوڙا ڪرڻ.

**گبرو:** ذ.جهنگ ۽ جبل ۾ چوپائي مال لاءِ برسات کان بچاءُ لاءِ ٺهيل جهو.اولو-ڍڪ.اُس يا مينهن کان بچاءَ لاءِ اَڏو ٽنگيل ڪپڙو وغيره.ٿلهي رلي.

گبري: ث.بگري (بغلي) .فقيراڻي گودڙي.پراڻا ڪپڙا.
گُبڙو: ص.وڏو پيٽ-ٻڍ.
گَبَڻُ: م. ڪنو ٿيڻ- بانسي ٿيڻ (مڇي، گوشت). جُهوٽا کائڻ- اوٻاسيون ڏيڻ.
گُبَڻُ، گُبُڻُ: م. جهڳورڻ- لُبڻ. جُونو ڪرڻ (ڪاٺو). ڪِنو ڪرڻ. ڪنهن ڪاٺي جي شيءِ ۾ هٿ وجهي ڳڏڻ. جُهبڻ.
گبولَ: اسم خاص.بلوچن جو هڪ قبيلو.
گبيلُ: ص.پاروٺو-بانسي-ڏَپارو.
گُبَ: ث.ٺوڦيندو- چِلتو- لِڦ.ڏڪ لڳڻ سبب سڄيل اک.
گُبڙ شَبڙ: ص.مونجهارو- ڳڙٻڙ- رولو.بي عقلي- چريائي.
گبري: ص.ڇتڪمري ڳئون.
گَتَ: ث (سن) چال.حرڪت- حالت.عادت- خُوءِ- خصلت.هيرَ. ڍنگ.رسم- ارڪان.سازن جي هڪ وڃت.
گت گير: ذ.اتڪل باز- ڍونگي- نموني باز.
گت وڄائڻ: ساز جي لئي ڇيڙڻ.
گُتَ: ث.رنڊڪ-اٽڪ-روڪ.
گتلُ، گتو: ص.قاتل.پابند.مشغول.
گتو: ذ.ٿلهي دفتري-پانو.
گُتُو: ذ. نشيدار شين (آفيم، ڀنگ، شراب) جي وڪري جو دڪان-پٿو.
گُتيوالُ: ص.گُتي وارو-پٽي وارو.
گتي: ث.محتاجي.غرض-لاچار.ڪاڻ- حاجت.
گتي پوڻ: ڪم پوڻ- ضرورت پوڻ.محتاج ٿيڻ.
گتيارُ: ص.گُهرج وارو- حاجتمند.محتاج- سُجو- ڪنگلو.
گُٽُ: ذ.نڙيءَ هينان پيدا ٿيندڙ قدرتي بي ضرر ڳوڙهو.
گُٽَلُ: ص.ويَل- ڇَٽ.گُسي ويل.
گُٽُ: ذ.ڏنگ- وَر (ڪاٺيءَ ۾).
گٽار: ث.ساز جو هڪ قسم.
گٽ مٽ: ث.سمجهه ۾ نه ايندڙ ٻولي (عام طور "انگريزي" ٻولي).
گُٽُڪڙو: ص.ٻُت ۾ پريل ٿلهڙو- ڍينبڙ.
گُٽڪو: ذ.هدايت نامو- دستورالعمل.سوپاريءَ جو ننڍڙو ٽڪر- ٽڙ. سوپاريءَ جي ٽڪرن ۾ تماڪ جي ميلاپ مان نهيل هڪ مصالحو.جيڪو شوقيه کائجي.
گٽَڻُ: م.ٻُڙ ڪائڻ-ڳهڻ-کائڻ.
گُٽو: ص.جنهن جو ڪنڌ اندر وينل هجي.ٿلهو- متارو.

گَٽَ: ث. ڪَسي-آڏ-ناني (ٻنيءَ کي پاڻي رسائڻ لاءِ).
گٽَلَ: ص.پراڻو- جهونو- ڪتب آيل.گُسي ويل-گاٺ پيل.
گٽل پينَل: ص.جهونو-آزمودگار- تجربيڪار.
گُٽو: ص.نرجو-ضدي- نٿر- شدتي.
گَپَ: ث.چِڪڻ- راڦو.گارو.ڪوڙي ڳالهه- افواهه.ٻٽاڪ.بڪواس.
گپ ٿي پوڻ: اجائي بڪ ۾ وڃي پوڻ.
گپ جو ڪلو: ذ.بي زورو- بي پاڙو.پرمٽريو.ڦرٽو گهرٽو (مزاج ۾).
گپ ۾ ڪڇڻ: بڇڙاين ۾ ڦاسڻ.وڏي تڪليف ۾ ڦاسڻ.
گپارو: ص.گپ سان پريل-گپ وارو.
گپا گيهَ: ص.ماڻهن جي ڳاهٽ- ڪُلهي گس.سوڙهه- پيڙ- هجوم.
گپائڻُ: م.گهيڙائڻ- هٽڻ (جسم ۾).گپ ۾ ڦاسائڻ.
گُپتُ: ص(سن) لڪل-ڳجهو-پوشيدو.خفيه.
گُپت دانُ: ص.لڪ ۾ ڏنل خيرات-لڪل خيرات.
گُپ چُپ: ث.ماٺ ميٺ- خاموشي.لِڪ چپ.گُنگ ٻوڙ.
گپ چڪ: ث.گپ گارو- چڪڻ.
گپ شپ: ث.ٻٽاڪ سٽاڪ.ڪل پوڳ.ڊاڙ ٻٽاڪ.
گپڙاٽو: ص.گهڻي گپ وارو-گپارو.
گپَڻ: ث.گپ- چڪ- راڦو.ڍورو- مَچر.
گپَڻُ: م.گپي پوڻ- گپ ۾ ڦاسڻ.ڪنهن ڪم يا مصيبت ۾ ڦاسڻ. گهڙڻ (جسم ۾).
گپوڙائي: ص.افواهي خبرون ڪندڙ- ڊاڙي- ٻٽاڪي.
گپوڙو: ذ.ڪوڙو افواهه- افواهي ڳالهه.بهتان.ڪوڙو دلاسو- ڏٺو.
گپوڙا هڻڻ: ٻٽاڪ هڻڻ-لاف زني ڪرڻ.افواهه اٿارڻ.چرچا ڪرڻ.
گُپيَل: ص.ڪُتل- اندر گهڙيل.لِڪ چپ وارو.
گَجَ: ث.ڦيڻ-گجي- جهڳ.
گَجَ: ذ.زناني چولي جو هڪ قسم- ڪنجرو.(سن) هاٿي-فِيل.
گَجَ: ذ.ٻِڪيءَ جو پيٽ- معدو-گجي.
گج پرڻ: ڍءِ ڪرڻ- پيٽ پرڻ.فائدو حاصل ڪرڻ.
گجپالُ: ص.هاٿيءَ جو مهاوت-فيل بان.
گجَرَ: ث.هڪ قسم جو اوبڙ (پاڄي، آچار وغيره ۾ ڪم اچي. ٻه قسم: سنڌي پٽائي گجر ۽ لاهوري گجر).
گجر مُوري: سادي سستي پاڄي- غريبن جو کاڌو.
گجر مُوري ڪرڻ: قتل عام ڪرڻ- وڏي خونريزي ڪرڻ.
گُجَرِ: ث.سهڻي زال- حَسين عورت.مينهن جو هڪ قسم.

**گُجَرَ، گُوجَرَ:** ذ.هڪ ذات۽ قبيلي جو نالو.

**گُجرات:** اسم خاص. پاڪستان جي هڪ ضلعي جو نالو. ڀارت جي هڪ صوبي جو نالو.

**گجَراڄُ:** ذ(سن) وڏو هاٿي- شاهي هاٿي.

**گجريت:** ث. دوائن ۾ مربي ناهڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جي پاڙ.

**گجرو:** ذ. گلن مان ناهيل هار (ڳچي. چوٽي يا ٻانهن ۾ پائجي).

**گُجري:** ث. "گُجر" قوم جي عورت. سهڻي زال- حَسين عورت- گُجَرِ. هڪ راڳڻي۽ جو نالو.

**گجڪارَ:** ث. شينهن هاٿي وغيره جانور جي وڏي رڙ. ٻاٽي۽ جي وڏي وهڪري جي گاج.

**گجڪو:** ص. وڏو آواز- رڙاٽ- ڏڏڪو- ڪڙڪاٽ- گجڪار.

**گجگاه:** ص. گهاٽو (جهنگ). اجهاڳ- تمام گهٽو يا تمام وڏو (جهنگ). وڏو پاٽي.

**گجگوڙَ:** ث. ڪڪرن جو گوڙ. هاٿي يا شينهن جي گاج- گجڪار.

**گجموتي:** ذ. وڏو موتي.

**گجَمير، گجَميلُ:** ذ. رڪ. (ص) سونهن- سوڀيا- حُسن.

**گجَڻُ:** م. گجڪار ڪرڻ- (شينهن جو) گوڙ ڪرڻ. گجگوڙ ڪرڻ. ڪاوڙ مان هڪلون ڪرڻ. گُڙڻ.

**گجي گجي وَسڻُ:** نيٺ نقصان ڪرڻ.

**گجِي:** ث. ڦيڻ- جهگ. ڪير صابڻ وغيره جي جهڳ.

**گجي اچڻُ:** پڙڪو ڪائڻ- تپڻ- غصي ۾ ٻر جي وڃڻ.

**گُجي:** ث. ٻڪي۽ جي ڳجي۽ هينيان گول ڳوٺري (جنهن ۾ هو چوڳو چوتو جهلي۽ هضم ڪري).

**گُجي ڏارڻُ:** حوصلو ڪرڻ. وڏي حوصلي وارو ٿيڻ. جگر ڏارڻ.

**گَچُ:** ذ(ف) چُن- سيڙهي (عمارتي ڪم ۾ ايندڙ). چُن۽ ريتي۽ جو گڏيل گارو.

**گَچُ:** .تمام ميرو- غليظ- گدلو (ڪپڙو وغيره).

**گچڪاري:** ث. چُن جو ڪم.

**گچَڻُ:** م. گچي پوڻ- گپ ۾ ڦاسڻ. گپ ۾ ڀيهي وڃڻ- گپڻ.

**گدُ:** ث. وڻ جي ڪل يا ميوي جو رَس.

**گدَ:** ث. گڏ (اٺي ڏڪر راند ۾ ڪوٺيل ننيڙي ڪڏ). گِل- سَچ (ٻلورن راند ۾).

**گدَ هڻڻُ:** راند جي شروعات ڪرڻ.

**گدُ:** ذ. ٽپو- چال- ٻڏ- اُچل.

**گدا:** ص(ف) فقير- پينو- منگتو. (ث) ٻِڻ مَنگ- بيک. خيرات.

**گداگرُ:** ص. بيک وٺندڙ- خيرات وٺندڙ- پينو- منگتو.

**گداگري:** ث. ٻِڻ منگ- خيرات- گدائي- بکيا.

**گداڙي:** ث. "گدڙ" جي مادي.

**گُداز:** ص(ف) ڳاريندڙ. نرم. ڳهريل- ڳريل. (ذ) ڳارو. سوز. نرمي.

**گُداز ٿيڻ:** ڳرڻ- رجڻ. نرم ٿيڻ.

**گُدامُ:** ذ(انگ) ڪوٺي. ڀانڊو (وکر يا جنس رکڻ جو). انبار- ڍڳ. ذخيرو.

**گدامري، گدامڙي:** ث. "آمري" جي وڻ جو ڦُر- آمري.

**گُدائڻ:** ٽپ ڏيارڻ- اُچل ڪارائڻ- هيٺ مٿي ڪرڻ (ٻال کي).

**گدائي:** ث. ٻِڻ- مَنگ- بيک- خيرات.

**گدرو:** ذ. هڪ وَل جو ڦُر- خربوزو.

**گدرو ڪاٽي ٿيڻ:** ٻڻي مصيبت ۾ ڦاسڻ.

**گُدرو:** ص. گدو- گاڏڙ.

**گدري:** ث. ننڍو گدرو- ريپڙ.

**گدَڙُ:** ذ. هڪ قسم جو مشهور جهنگلي جانور- شغال- سِيارُ.

**گدَڙ ڀَبڪي:** ذ. ظاهري دبدبو- اجائي ڌونڊ.

**گدَڙ گپ:** ص. ٿوري برسات- ٿورو مينهن.

**گدَڙ والُ:** ث. ٻوٽي جو هڪ قسم.

**گدَ گد:** ث. بي انتها خوشي۽ جي حالت.

**گدَ گدَ ٿيڻ:** خوشي۽ ۾ ڀنبڻ- نهايت ئي خوش ٿيڻ.

**گدگدولڙي:** ننڍي ٻارکي پيرن تي نچائڻ واري هڪ راند.

**گدلاڻ:** ث. گندگي- ميراڻ- آلودگي.

**گدلائي:** ث. ميرائي. ڪچرائي. گندائي. ڪِن ڪچرو.

**گدلو:** ص. گند غلاظت سان ڀريل. مٽي۽ هاٿو. ميرو. ڪِنو. غليظ- ڪچرو. (ث. گدلي)

**گُدَڻُ:** م. زور سان چُپائڻ- ڦسڻ. سُئي۽ سان نشان ڪرڻ. ڏنڻ. زور سان پرڻ. زخم کي ڏيڻ.

**گدَو:** ذ. گهٽي ڪپهه واري ٽلهي پتراٽي. گاديلو.

**گدو:** ذ. گهيٽو- ڏنبو.

**گُدَو:** ذ. مڪ- ٺوُنشو.

**گدو بندر:** اسم خاص. حيدرآباد لڳ سنڌو ندي۽ تي هڪ آڳاٽي بندر جو نالو.

**گدودُ:** ذ(ع: غدود) رت ٻوڻ۽ گڏيل مادو. جسم ۾ نرم مادي وارو وڏيرڳوڙهو.

**گدُودي:** ص. روڳي- ڪچرو.

**گدي:** ث.نندڙوگاديلو.گادي.

**گدي:** ث.(راند ۾) ڪپت-ويساهگهاتي.

**گديار، گدير:** ص.راند ۾ دغا ڪندڙ.

**گديخور:** ص.گدي ڪندڙ-گدير.

**گديا:** ث.متعد-ڇت.

**گديلو:** ذ.گاديلو-گدو.

**گڏ:** ظ. پيڙو- ٻئي. جٽ. شامل- شريڪ. گڏيل- مليل. سان. مجموعو.جملي.

**گڏ ڪرڻ:** ميڙڻ-ڍڳ ڪرڻ.جمع ڪرڻ (پئسا وغيره)

**گڏوچڙ:** ظ.گڏيل-مليل.گاڏر ساڏڙ.

**گڏ:** ث. اتي ڏڪر راند لاءِ ڪوتيل ننڍڙي ڪڏ- گل. بلورن راند جو سڃ. ننڍي ڪڏ. زمين ۾ ڪوتيل ننڍڙي اکري.

**گڏ ۾ گتل هئڻ:** ننڍڙيءَ عمر جو هئڻ- نابالغ هئڻ. قد جو تمام ننڍو هئڻ.

**گُڏ:** ث.فصل مان غيرضروري گاهه ڪڍڻ لاءِ رنبي سان ڪوٽائي.ڏادي مار (جنهن ۾ هڏ گڏ ضربجي پون)-قيمه.

**گُڏ ڪڍڻ:** فصل مان رنبي سان ڪوٽي گند گاهه ڪڍڻ.ڏادي مار ڏيڻ.

**گُڏاپ:** اسم خاص.ڪراچيءَ ۾ هڪ سنڌي وسنديءَ جو نالو.

**گڏائڻ:** م.ملائڻ-شامل ڪرڻ-پيڙو ڪرڻ.ملاقات ڪرائڻ.

**گُڏائڻ:** م.ڏادي مار ڏيارڻ.ڪٽائڻ سٽائڻ.

**گڏجاڻي:** ث.ميل-ميلاپ.ملاقات.اجتماع.انتظامي صلاح مصلحت لاءِ ميٽنگ.

**گڏجڻ:** م.ملڻ.رلڻ مِلڻ.پيڙو ٿيڻ.شامل ٿيڻ.ملاقات ڪرڻ. يڪمشت ٿيڻ.ڪيڪارڻ.شريڪ ٿيڻ.

**گڏجي سڏجي:** ملي-هڪ ٿي-اتحاد ڪري.

**گڏر:** ث.هڪ قسم جو سرندڙ ڪينئون (اڇي رنگ جو، عام طور اناج ۾ ٿئي).

**گڏڻ:** م.گڏي ڇڏڻ-ملائڻ.گڏوچڙ ڪرڻ.جمع ڪرڻ-جوڙ ڪرڻ.شامل ڪرڻ.ڳنڍڻ.

**گُڏڻ:** م.ڪڙهاپتر سٽي ڪُٽي پورڻ.بنيءَ جي گُڏ ڪرڻ-فصل مان اجايو گاهه گند ڪڍڻ-گُڏ ڪڍڻ.سٽڻ-پچ ڪڍڻ-ڏادي مار ڏيڻ.هڏ گڏ پيڻ.

**گڏو:** ذ.ڪانن جي وڏي پڙي-بند (ڪانن جو).سٿو.

**گُڏو:** ذ. اڳڙين مان ٺهيل پوتو (ڇوڪرين جي راند لاءِ). ٻت (ڪپڙي جو)-پتلو.

**گُڏا اڏائڻ:** اجايا خيال پچائڻ.

**گُڏو گُڏي:** گڏين وسيلي ٻاراتي راند.

**گُڏو گُڏي پرڻائڻ:** شاديءَ ۾ خرچ نه ڪرڻ.

**گُڏوڻ:** ذ.پتل جو ٺهيل لوٽو.ننڍو لوٽو (ڪنجهي يا پتل جو).

**گڏهه:** ذ. هڪ مشهور جانور- خر- ڪَر. (ص) گڏهه جهڙو نِرو- ضدي.بيوقوف-پوڪ.

**گڏهه تي چڙهي بيهڻ:** پنهنجي ضد تان نه لهڻ.

**گڏهه کي پيرين پوڻ:** ڪم ڪڍڻ لاءِ ضدي ماڻهو جي خوشامد ڪرڻ.

**گڏهه گهوڙو هڪ ڪرڻ:** گرو گنجو برابر ڪرڻ- سيڻيءَ سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪرڻ.

**گڏهه ليٽ هئڻ:** ٿورو بيمار ٿي وري چاق ٿيڻ.

**گڏهه وارا تنڊ:** ذ.اجايون ڳالهيون-ٻٽا ڪون.اڏنگو ڳالهاءِ.

**گڏهپائي، گڏهپڻو:** ث.بيوقوفي.نرپائي.اجايو ضد.

**گڏهڙو:** ذ.گڏهه جو اسم تصغير-گڏهه جو ٻچڙو-ڪودو.

**گڏهه لاني:** ذ.گاهه جو هڪ قسم.

**گڏي:** ث.متعد کي آگر لائڻ.

**گڏي ڏيڻ:** آگر ڪرڻ-هُشي ڏيڻ.چرچ ڪرڻ.

**گڏي برابر به نه ڀائڻ:** تمام حقير ۽ ذليل سمجهڻ.

**گڏيءَ تي چڙهڻ:** ڪنهن جي چورڙتي لڳڻ.

**گڏي چاڙهڻ:** بي عزتو ڪرڻ.آگر ڪرڻ.ورغلائڻ.چيڙائڻ.

**گڏي سُنگهائڻ:** دوکو ڏيڻ-آسري ۾ رکي وجڻ.ٻچڙو ڪرڻ- خوار ڪرڻ.ويرونڻ.

**گُڏي:** ث. ڪپڙي يا اڳڙين مان ٺهيل ننڍڙو ٻت (ڇوڪرين جي راند لاءِ).سهڻي عورت.نازڪ نفيس عورت.

**گڏيل:** ص.مليل-جملي.پيڙو-گڏ.گاڏڙ.

**گڏيل وياج:** ذ.وياج جو هڪ طريقو (جنهن ۾ اصل مُور جي وياج تي به وياج چڙهندو).

**گڏُ:** ص.ڳوڙهو-گهاٽو.تمام زور-گڙنگ (مثلاً:گڏ موالي).

**گڏ:** ث.وڻ جي ٻاڙ (جيڪا وڻ ۾ ٽڙوڻ بعد زمين ۾ رهجي وڃي)-ڪٽ

**گڊ:** ص(انگ) سٺو-عمدو-چڱو.

**گڊ مارننگ:** صبح وار و سلام.

**گڊڙي:** ث.ڪياڙي-ڪنڌ.

**گڊلو:** ذ.اندران ڪپهه ڀريل چولو،صدري يا ڪوٽ (سيءَ کان بچاءَ جو لباس).

**گڊو:** ص.ٻن جنسن يا ذاتين مان پيدا ٿيل نسل-ٻِسَر.

**گڊو:** ذ.بلور- چڊو.

**گڊي:** ث.جرسي- صدري-گڊنو.

**گڊُ:** ص.قلعو- ڪوٽ- علم پناه-ڳڙهه.

**گڊ ڏني:** ملڪ جو مالڪ.

**گڊَ:** ث.گهاٽي جهنگ واري ٻني.

**گڊڙو:** ذ.ننڍڙو گڊ- ننڍو ڪوٽ.ڦر ۾ ھڪ ڳوٺ جو نالو.

**گُذار:** ذ.ڪندڙ- مرڪبن ۾ ڪتب ايندڙ لفظ (مثلا: عبادت گذار).

**گُذارَش:** ث(ف) عرض- منٿ- سوال.

**گذارش گُذار:** عرض ڪندڙ-گذارش پيش ڪندڙ.

**گُذارَڻُ:** م (ف) لنگهائڻ. پار ڪرڻ- اڪرڻ. ڪاٽڻ (وقت).
گهارڻ- بسر ڪرڻ. حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻ- فوت ٿيڻ.

**گذاري وڃڻ:** مري وڃڻ- فوت ٿيڻ.

**گُذارو:** ذ (ف) گذران- گذر بسر. پيٽ گذر. وقت گذارڻ جو حيلو.
تڏهه.جيپو.نباهه.

**گذارو ڪرڻ:** ڏکيا سکيا ڏينهن ڪاٽڻ. حياتيءَ جا ڏينهن پورا
ڪرڻ. جهڙو تهڙو گذران ڪرڻ.

**گُذَرُ:** ذ (ف) لنگهه. واٽ- رستو- گس. نباهه. جيپو. گذران.

**گذربسر:** ذ.ڪٽو پيتو- ڏنتو ڏاڙي- پيٽ گذر. ئي ملڪاتو- رهڻش.

**گُذر جو مڪان:** ص.فاني دنيا- بي بقا جهان.

**گُذر سفر:** ذ.پيٽ گذر-گذربسر.

**گذر ڪرڻ:** وقت ڪاٽڻ. ڪفايت سان هلڻ. نباهڻ. گهارڻ گذارڻ.
فوت ٿيڻ.

**گُذُرانُ:** ذ (ف) گذارو- نباهه. جيپو. پيٽ گذر. ڏنتو- روزگار.
پورهيو ڪارهيو. جيبي جو وسيلو.

**گُذرگاهُ:** ذ(ف) رستو- لنگهه. واٽ.

**گذرَڻُ:** م.وڃڻ.لنگهڻ. اڪرڻ- پار ٿيڻ. نباهجڻ. ڪٽجڻ (وقت).
• بسر ٿيڻ (حياتي). فوت ٿيڻ.

**گذري وڃڻ:** لنگهي وڃڻ. اڪري وڃڻ- پار ٿيڻ.

**گُذري:** ث.گذريل وقت- ماضي. جيڪي ٿي ويو.

**گُذريل:** ظ.گذري ويل- گذشته.اڳوڻو- اڳيون- سابق.

**گُذشته:** ص(ف) گذريل- ويل (وقت).

**گَرَ:** ص(ف) ناهيندڙ- لفظن جي آخر ۾ ايندڙ صفتي پڇاڙي (جيئن
ڪاريگر.زرگر وغيره).

**گَرَ:** ث. ستيي مٽيءَ مثل ميرُ. جيڪو ٻوٽن تي چنبڙي. جانورن جي
هڪ بيماري.

**گر ولڻ:** ٻٽسي ڏوڪڙ ۾ ڪمي ٿيڻ- اتهوند ٿيڻ. مفلسي ٿيڻ.
جوڪ ٿي ٿيڻ.

**گَرِ:** ث.خدمت- چاڪري-شيوا.انڪار-گوٺتات.

**گَر:** ث. ڪتي جي آهستي آواز واري ڀونڪ.

**گر ڪرڻ:** ڪتي وانگر لاڳيتو ڀونڪڻ. ضد ڪرڻ-گهبي ڪرڻ.

**گُرَ:** ث.اک جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

**گُر:** ث. ڪتي وغيره جو ڏر-کڏ- چر.

**گُرُ:** (سن) گُرو. استاد. قاعدو- اصول. نڪتو.هنر- فن. حيلو. ٽڙ
جي هڪ وجت.

**گُر ڀائي:** ص.سڳني گُروارو- پيرڀائي.

**گُر پير زور هڻڻ:** قسمت جو ستارو زور هڻڻ- وڏي مصيبت کان
بچي وڃڻ.

**گَراٽُ:** ث.چيچ ءَ ڳوڻي جي وچ واري ماپ-گرانٺ.

**گُراڙُ:** ث.ننڍي ٻڪري-پٽ.

**گُراڙو:** ذ.سرين جي پيچي جي هڪ مٺ جيتري موڙي (جنهن مان
هڪ هڪ ٽيو ڪري وهر ڪجي).

**گَراڙي:** ث.ڏندن واري چرخي (مشين جو هڪ پرزو).

**گَراسُ:** ذ.گرنه- نوالو.کڌو- طعام.

**گَراسڻُ:** م.ڳڙڪائڻ-ڳهڻ.هڙپ ڪرڻ.

**گَراسو:** ذ.چسرٻ گهڪي وڍڻ جي مشين.

**گَراف:** ذ (انگ) ڪنهن تصوير يا شڪل ڪڍڻ ليکن جا
چونڪڙ نڪتا پنو.

**گَراڪُ:** ذ.گراهڪ- خريدار.

**گَرامُ:** ذ(ن) رنگ جي سڻ جي ٽٽي. (انگ) تور جو هڪ ماڻ يا ماپو.

**گَرامر:** ذ(انگ) صرف ونحو. صرف ونحو جو ڪتاب- ويا ڪرڻ.

**گَرامَڻُ:** م.وک پرڻ- قدم کڻڻ- هلڻ.

**گَراموفون:** ذ(انگ) رڪارڊن وڄائڻ جي مشين- فونو.

**گِرامي:** ص(ف) پيارو- محبوب.بزرگ- مڪرم.وڻندڙ- پسند.

**گِرامي قدر:** ص.بزرگن جي شفقت وارو.بزرگ جي لاءِ تعريفي لفظ.

**گَران:** ص(ف) مهانگو.ڳرو- وزندار.ڏکيو.

**گَرانبار:** ص.بارهيٺ دٻيل.ميويدار.دولتمند.

**گَرانبها:** ص.ڳري ملهه وارو.قيمتي- املهه.

**گَران خاطر:** ص.دل تي بار ڪندڙ.اڻ وڻندڙ.ناراض.

**گَران مايه:** ص.قيمتي- املهه.

**گِراني:** ث(ف) مهانگائي.ڳوڙان.

**گرانٽَ:** ث (انگ) عطيو. منظوري.

**گِرانٺَ:** ث. آڱوٺي جي چوٽيءَ کان وٺي ننڍي آڱر جي چوٽيءَ جي وچ واري وٿي - گِرانٺ.

**گِرانٺ مُنڙيو:** ص. گرانٺ جيڏو. بندرو. ننڍڙي قد وارو. ٻاراڻي لوڪ ڪهاڻي جو هڪ ڪردار.

**گرانڊو:** ذ. آبشار جي ڪرڻ سبب هيٺ ٺهيل ڪُنُ.

**گَرانءُ:** ذ. ڳوٺ - واهڻ - وستي.

**گَرانو:** ص. ڪپڙو اُنڊڙ - ڪوري. هڪ قبيلي جو نالو.

**گَراهُ:** ذ. ڪاڌي جو اهو مقدار، جيڪو وات ۾ وجهي چٻاڙي ڳهي سگهجي - گرنهه. ڳِتو - نوالو - لُقمو.

**گراهه ڏيڻ:** ٿورو ڪاڌو ڏيڻ. ڪفالت ڪرڻ.

**گراهه ڦرڻ:** روزگار تان برطرف ڪرڻ.

**گَراهَڪُ:** ذ (ف: گاهڪ) خريدار. سؤدو ڪندڙ. طلبگار.

**گراهڪي:** ث. خريداري. سؤدو ڏيڻ وٺڻ. واپار.

**گرائُونڊ:** ث (انگ) ميدان - پونو.

**گَربُ:** ذ (سن: گرو) غرور - وڏائي - تڪبر - آڪڙ - گيرب.

**گِرياٽ:** ذ. ڀڻ ڀڻ - ڀڻ ڀڻ - هوريان ڳالهائڻ.

**گِرباسي:** ث. پلاڻ جي وچ واري ڪاٺي.

**گِربرو:** ذ. ڳهٽ - ٻوسٽ - ٿاوڙي - تپش.

**گُربتي:** اسم خاص. هڪ قسم جي آبي وَل.

**گُربهُ:** ذ (ف) ٻلو.

**گُربه چَشم:** ص. ٻلي جي اکين جهڙو - ٿيرو (اهڙو ماڻهو بيوفا سمجهيو ويندو آهي).

**گُربه مسڪين:** ص. ڏسڻ ۾ غريب پر افعالن حرڪتن - ميسڻو.

**گِربي:** ث. ڪپڙي جو هڪ قسم (جيڪو سنڌ ۾ ٺهي).

**گِربٽ:** ذ. ٿم ۾ پٽڙو - ڪب جهڙو (ڪاڏو).

**گُربُر:** ذ. بيهودگي - بڪ بڪ - ٽرڙائي.

**گَربَرو:** ذ. گهاٽو پاٽي.

**گَربَلُ:** ص. سکيو - آسودو.

**گَربِ:** ذ (سن) پيٽ - ڳَپ. حمل. ٻچيداني.

**گَربِ سُور:** حمل يا ويم جي تڪليف.

**گَربِونتي:** ث. حامله - پيٽ واري - ڳورهاري.

**گَربِڻي:** ص. پيٽ سان - حامله.

**گَرَٽ:** ذ. هڪ قسم جو ساز - ڪٽڙتال.

**گَرتانَ:** ص. ڳهڻي ڪم ۾ مشغول - ڪم ۾ غرق.

**گَرَٿُ:** ذ (سن) ڳنڍ. ڪپڙي جي ڳنڍ (پئسن ٻڌڻ لاءِ).

**گُرٿ:** ث. ضد - هوڏ - شدت.

**گُرٿ مارڻ:** ضد ڪرڻ. تيسو ڪرڻ.

**گَرَج:** ث. گَج - گجگوڙ. ڪڪرن جي گوڙ.

**گِرجا** (ث)، **گِرجو:** ذ (پرتگالي) عيسائين جي عبادتگاهه - ديول - ڪليسا.

**گرجنا:** ث. گجگوڙ. گاج - گجڪار.

**گَرجَڻ:** م. گجڻ - گجگوڙ ڪرڻ. ماندا ٿي مچڻ.

**گُرجَڻ:** م. رڍ جو ڦرڻ.

**گُرچِل:** ص. ڳهڻ کائو - پيتوڙي - هٻڇي.

**گَردَ:** ث (ف) دَز - ڌوڙ - مٽي - خاڪ. (ص) ڦرندڙ. گهمندڙ.

**گَرد آلُود:** ص. مٽيءَ ڀريو - ڌوڙ وارو - دَزيل.

**گَرد و غُبار:** ذ. ڌوڙ ۽ مٽي - دَز ۽ ڌُنڌ.

**گِرد:** ظ (ف) آسپاس - چوڌاري.

**گِردا گِرد:** ظ. چوڌاري - اردگرد - آسپاس.

**گُردَ:** ث. ٺاريل ڪنگرين کي ماڻهن ڏنڊ جي نوڙي.

**گُردُ:** ص. پهلوان - جنگي جوڌو - سورهيه. طاقتور - سگهارو - پهلوان.

**گِرد و پيش:** ظ. آسپاس - چوڌاري.

**گِرد و نَواح:** ذ. آسپاس جو علائقو. شهر جو آسپاس.

**گِردابُ:** ذ (ف) ڪُن (پاڻيءَ جو).

**گَردانُ:** ص (ف) ڦري گهري پنهنجي جاءِ تي موٽي ايندڙ. (ذ) گرامر موجب فعل جو عدد، جنس ۽ زمان جي حالت ۾ ڦيرو.

**گَردانَڻ:** ڦيرڻ - ڦيرائڻ - گهمائڻ. چورڻ - پيرڻ (چرخو). واقف ٿيڻ - پروڙڻ.

**گَردبادُ:** ذ (ف) هوا جو ڦيرو. واچوڙو.

**گَردِش:** ث (ف) ڦيرو - گهمرو. دور. انقلاب. زماني جو چڪر. مصيبت.

**گَردِش اَيام:** ڏينهن جو ڦيرو. ڀاڳ - بدبختي.

**گَردِش دوران، گَردِش زمانه:** ث. زماني جي گردش. بدقسمتي.

**گَردِش ۾ اچڻ:** چڪر ۾ اچڻ - ڦيري ۾ اچڻ. زماني جي لاهين چاڙهين ۾ اچڻ.

**گَردِش ۾ هئڻ:** رولي ۾ هئڻ - چڪر ۾ هئڻ.

**گَردِشي مَحوَر:** ذ. ڌرتيءَ جي وچ وارو خيالي ليڪو. جنهن تي ڌرتي ڦري.

**گَردَنُ:** ذ (ف) ڪنڌ - ڳِچي - ڳچو - ڳچي.

**گَردن زَدني:** ث. مارڻ لائق - واجب القتل.

**گُرُدو:** ذ.گُڙدو- ٻڪي.

**گردو:** ذ.گولائي- گهيرو- دائرو.

**گردولو:** واريءَتي پلٽيبازي- بازوني.

**گَردُون:** ذ(ف) آسمان- چرخ- فلڪ- آڪاس.

**گردي:** ث(فـ) ڦيرو- چڪر. مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم ايندڙ لفظ (مثلاً: "آوارهگردي" وغيره).

**گردي:** ث.ڍارو- ڇڪو- داءُ. جدائي- وڇوڙ. خنو- تڪليف.

**گرڙ:** ذ.سوراخ- ٽنگ- ڏر.

**گُرُڙ:** ذ.هڪ خيالي پکيءَ جو نالو.

**گُرڙيڪ، گُرڙ پکي:** ذ.تمام وڏو پکي.

**گُراڙٽ:** ذ.گوڙ جو وڏو آواز. بيٺ ۾ بادي پرجڻ جو آواز.

**گُرُڙالَ:** ث.هڪ قسم جي جهنگلي وَل.

**گرڙو:** ص.ٺوري گرنگل.گرو- گدلو- ميرو. (ث.گرڙي).

**گُرڙو:** ذ(ف: غراره) نڙيءَ تائين وات پريل وڏي گُرڙي. هڪ ذات جو نالو.

**گُرڙي:** ث. وات جي صفائيءَ لاءِ وات ۾ پاڻيءَ جو ڏڪ پري اُڇلائڻ- غرغره.

**گُرزُ:** ذ(ف) لوهه جي لٺ سان ڳنڍيل لوهي گولو (هڪ قسم جو جنگي هٿيار).

**گُرَس:** ذ.پيرن جو ٽڪڙي وجڻ سبب زمين تي ٿيل اونهو نشان.

**گرستُ:** ص.گرفتار- ڦاٿل.بدڪار.

**گرست آشرم:** ٻچڙيوال- ڪٽنبوارو.

**گُرَسنگي:** ث(ف) بُک.هوس.

**گُرسنَه:** ص(ف) بکيو. حريص.

**گرفت:** ث.(ف) پڪڙ- وَٺ- جهل- روڪ. اعتراض.پڇاڳاڇا.

**گرَفتارُ:** ص(ف) پڪڙيل- جهليل- قابو. اسير.ڦاٿل.عاشق.

**گرَفتار ٿيڻ:** قيد ٿيڻ- ٻَڌجڻ.سوگهو ٿيڻ- مضبوط ٿيڻ.عاشق ٿيڻ.

**گرفتار ڪرڻ:** قيد ڪرڻ- پڪڙڻ- جهلڻ. ڦاسائڻ- قابو ڪرڻ.وڪوڙڻ.

**گرفتاري:** ث.پڪڙ- جهل.قيد- بند- اسيري.

**گُرڪار:** ص.مُنهن ۾ گهنڊ- وَر- گهنج.

**گرڪڻُ:** م.بيمار ٿيڻ- اڳهو ٿيڻ- مرض ۾ ورجڻ.

**گرڪڻو:** ذ.وڏي واهه مان نڪتل ننڍو نالو- ڪڙيو.

**گُرڪڻي:** ث.ڪنول گل- نيلوفر.

**گُرگ:** ذ(ف) بگهڙ- ناهر.(ص) وڏو ظالم.وڏو چالاڪ. حرفتي.

**گُرگ شڪار:** ذ.اُٺ تي چڙهي هرڻ جو شڪار ڪرڻ جو نمونو.

**گرگر:** ث.ڪروڙ- گهبي- ڪُرڪُر.

**گُرگلو:** ذ.جُوئر جو هڪ قسم. ڪٽڪ جي اٽي مان نهيل مِنو گونو. هڪ ذات جو نالو.

**گُرگلي:** ث.خٽي جو هڪ قسم.گُرگلا ذات جي عورت.

**گُرگو:** اسم خاص.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**گرگهلو:** ص.ويڪرو- ڪشادو.لالچ- ڏٽر- ڏاڏر.ڏوڪو- نڳي.

**گرل:** ث(انگ) ڇوڪري.

**گرلس اسڪول:** ذ.ڇوڪرين جو اسڪول.

**گرلس گائيڊ:** ذ(انگ) اسڪائوٽنگ جي نموني ڇوڪرين جي تنظيم.

**گرمُ:** ص(ف) ڪوسو.تتل.تازو رڌل (ڪاڏو).ناراض- ڪاوڙيل.

**گرما گرمُ:** ص.ڪوسو.تازو (چُلهه تان لٿل).تتل.جهٽ پٽ.

**گرمالو:** ذ.راڳي ڏيڻ جو هڪ اوزار- مارو.

**گرمائڻ:** م.گرم ڪرڻ.جوش ۾ آڻڻ.

**گرم ٿيڻ:** ڪوسو ٿيڻ- تپڻ.طيش ۾ اچڻ.

**گرم پاڻي:** ذ.اُبريل پاڻي.نُطفو- مَني.

**گرمجوشي:** ث.اُتسه- اُڪير- خوشي. حُب- محبت. جوش- سرگرمي.ڪوشش.

**گرم سرد:** ص.ڪوسو ٿڌو. چڱي مني.ننهن سوسو (پاڻي).

**گرم سرد ڏسڻ:** ڏک سُک ڏسڻ.آزمودو پرائڻ.

**گرم ڪرڻ:** ڪوسو ڪرڻ.تپائڻ.ڪاوڙائڻ.جوش ڏيارڻ.

**گرم گلا ڪرڻ:** تمام گهڻو ننڊڻ- بيحد توهين ڪرڻ.

**گرمٽ:** ث.سوراخن ڪڍڻ جو هڪ اوزار.

**گرمر:** ذ.وَٽ سَٽ واري ڳالهه- منجهيل ڳالهه.

**گُرمُک:** ث.گُروءَ جي زبان مان نڪتل پوتر لفظ.

**گُرمکي:** ث.سکن جي پوتر ڪتابن جو رسم الخط.

**گرمي:** ث(ف) ڪوسان- حرارت- تپش. باهه.- سيڪ. اونهاري جي موسم- آرهڙ. ڪاوڙ. جوش.

**گرمي ڇنڊڻ:** ڪاوڙ لاهڻ.سزا ڏيئي دل ٺارڻ.

**گرمي سردي:** ث.ٿڌي ڪوسي.ڏک سک.

**گرمي سردي سهڻ:** زماني جون لاهيون چاڙهيون برداشت ڪرڻ.

**گرنارُ:** اسم خاص. جهوناڳڙهه (ڀارت) شهر لڳ هڪ جبل. هندو جوڳين شرناٿين جو هڪ پوتر آستان.

**گرنارو:** ذ.فرش جي پاتيءَ جي نيڪال لاءِ لهيل موري- نالو.ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو.

**گرناري:** ص.گرنار جورهاڪو.جوڳي فقيرن جو هڪ پنٿ.

**گرنٿُ:** ذ (سن) ڪتاب- پستڪ.سکن جو پوتر ڪتاب (جنهن ۾ گرونانڪ ۽ ٻين جا سلوڪ ۽ ڀڄن لکيل آهن)- پوٿي.

**گرنٿڪار:** ص.گرنٿ جي علم جو ڄاڻو- پنڊت.

**گرنٿي:** ص.گرنٿ جو ڄاڻو.

**گرنَ:** ث.دلي مٽ وغيره جو ڳچيءَ وارو حصو.ڳچل دلي مٽ جي ڳچي (جنهن تي دلو يا مٽ رکجي).

**گرنَ:** ث.ذبن.راڦو- گپ.

**گرنُ:** م. ڪتي جو آهستي لاڳيٺو آواز ڪرڻ- گير ڪرڻ. ٻڪ ڪرڻ.ڪرڪڻ.

**گرني:** ث.چرخي- ڪپي.پوڻ (کوهمان پاڻي ڪڍڻ جي چرخي).

**گرنو:** ذ.آڏاڻي جو هڪ عضوو.

**گرو:** ص.گر لڳل- ميرو.گدلو.مٽيءَ هاڻو.ميرانجهڙو (رنگ). (ث.گري).

**گرو توڙو بنجڻ:** اڻنگي هلڻ هلڻ.بيمار ٿيڻ.

**گرو گنجو:** ص.عام رواجي.جهڙو تهڙو.

**گُرو:** ص (سن) معزز- عزت جوڳو شخص (پيءُ يا اُستاد وغيره). ڌرمي سکيا ڏيندڙ.اُستاد.

**گُرو چيلو:** اُستاد شاگرد.مُرشد مُريد.

**گُرو گهنٽال:** ذ.اهو گُرو جنهن جي اڳيان گهنڊ و چند و هلي. ڪامل اُستاد.تمام چالاڪ.

**گرواڻُ:** ذ.نوڪر- خادم.گريبان.

**گُرداڻو:** ذ.ڳڙمان نهيل چِڊويَت.

**گُروپُ:** ذ (انگ) ٽولو- جٿو.

**گروڙ، گروڙ:** ث.شينهن جي گجڪار- گجگوڙ.

**گُروڙِي:** ث.گرڙي- غرغرو.

**گُروسَ:** ذ (انگ) ٻارهن درجن (تعداد).

**گروهُ:** ذ (ف) جماعت- ٽولو.جٿو.فرقو.

**گروه بندي:** ث.ٽوليون ناهڻ.هرهڪ قسم کي الڳ ڪرڻ.فرقي بندي.

**گروي:** ص (ف) ڳهرکيل- رهن.رقم وغيره جي عيوض ۾ رکيل ڳهو وغيره.

**گرويدار:** ص.جنهن وٽ ڪا شيءِ گروي رکجي- گروي رکندڙ.

**گرويدگي:** ث (ف) عشق ٿيڻ.

**گرويدَه:** ص (ف) مائل- راغب- پسند ڪندڙ.عاشق.

**گرَهَ:** ث (ف) ڳنڍ.ڏکيائي.ڪيسو- هڙ.شعر جي ٻي مصرع.

**گرَهُ:** ذ (سن) نظام شمسي ۾ شامل سيارا (ڪيتو. راهو. ورهسپت. شڪر. منگل. چنچر. ٻڌ. ڌرتي. چنڊ). منحوس سيارو (چنچر.منگل.راهو).گرنهه- نوالو- لقمو.ڳيو (مانيءَ جو).

**گرَهه اٽڪڻ:** نڙيءَ ۾ نوالو ڦاسڻ.

**گره چڙهڻ:** قسمت ڦرڻ- تڪليف پنيان تڪليفون اچڻ.

**گرَهُ:** ذ.ٻيڙيءَ جون وٿيون بند ڪرڻ لاءِ ڪم آندل ڪپهه وغيره.

**گرهال:** ث.وٽن تي چڙهندڙ وَل جو قسم.

**گرهِجَڻ:** پيار ڪرڻ- قرب ڪرڻ.

**گرهجَڻ:** گرهڻ جي اثر هيٺ اچڻ.

**گرهڙَ:** ذ.درياءَ جو ڦاٽ يا گهارو.درياءُ.سمنڊ.

**گرهستي:** ث.گهرو زندگي.حياتي.دنيا جا معاملا.

**گرهڻُ:** م (سن) چنڊ يا سج جو جهلجڻ.

**گرهڻ جو اثر:** ذ. ڪنهن عضوي تي چنڊ يا سج گرهڻ جي اثر ڪري ٿيل نقص.

**گرهوڙ:** اسم خاص.تعلقي ڪيري ۾ هڪ مشهور ڳوٺ (جتي مشهور درويش ميون عبدالرحيم گرهوڙي مدفون آهي).

**گرهيڙي:** ث.ٻسري- ڳڙهاري.

**گُري:** ث. ڪاني. ڪمند.اگر وغيره جو سَنڌ يا ٻن سَنڌن جي وچ وارو ٽڪر- ڳُري- ٻل.

**گُري چڙهڻ:** ڪچي سلي جي پنن مان نئين سرگرين جو نڪرڻ.

**گُريارو:** گرين وارو- گريدار.

**گريان:** ص (ف) روئندڙ.

**گريانُ:** ث.ڪراهت.بڇان- سوگ.

**گريبانُ:** ذ (ف) پهراڻ يا چولي جو اڳ وارو ڳچيءَ جو حصو. اڳو (چولي يا پهراڻ جو)- دامن.

**گريبان مان جهلڻ:** دامن مان جهلڻ.بازپرس ڪرڻ.تقاضا ڪرڻ. پڪڙڻ- جهلڻ.

**گريبان ۾ مُنهن وجهڻ:** پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائڻ. پنهنجا ڪرتوت ڏسڻ.

**گريبان ۾ هٿ هئڻ:** وٺ پڪڙ ٿيڻ.مصيبت ۾ اڙجڻ.

**گريبي:** ث.ٻوڙ جي مٿان واروستڀ.شوروو- رَس (ٻوڙ جو).

**گريٽ:** ذ.رڇا يل مکڻ- ستڀ.

**گريجوئيٽ:** ذ (انگ) بي اي جي دگري رکندڙ- سند يافته.

**گريجوئٽي:** ث (انگ) عطيو. انعام. فنڊ.

**گريڊ:** ذ (انگ) درجو- رتبو.

**گُريز:** ذ (ف) ڀڄڻ- ڀاڄ- فرار. پسو- پرهيز.

**گريز ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ- ٽارو ڪرڻ- ڪنارو ڪرڻ.

**گُريزان:** ص (ف) ڀڄندڙ- پاسو ڪندڙ- ڪناره ڪش.

**گريس:** ث (انگ) سٿپ. مشينن ۽ پرزن ۾ لڳندڙ سٿپ.

**گرينيڊ:** ث (انگ) ننڍو بم گولو- دستي بم.

**گِريو، گِريہ:** ذ (ف) روڄ- روئڻ- راڙو.

**گِريو ڪرڻ:** روڄ راڙو ڪرڻ- ماتم ڪرڻ. حشر مچائڻ.

**گِريہ و زاري:** ث. روڄ- پٽڪو- ماتم.

**گڙ:** ص. ڀريل- ڀر- ڀرپور. دولتمند- شاهوڪار.

**گُڙَ:** ث. ڀيڄ- گَڏ- ڦيه- گهٽي مار.

**گڙاباشي:** ث. چرچو گهبو- خوشطبعي- ظرافت.

**گُڙات:** ذ. پيٽ ۾ گُڙگُڙ جو آواز- گُرڙات.

**گڙبِٽو:** ذ. اوبر سوبر. (ص) ميرو- لِڙاٽيل.

**گَڙ بَڙ:** ث گَڏو چڙ. هيٺ مٿي. بدانتظامي. هل هنگامو. مونجهارو- رولو. پيٽ ۾ وٽ ست.

**گڙبَڙ ڪرڻ:** رِڳڙو ڪرڻ. رولو وجهڻ. مٽنڊان مچائڻ. هل بکيڙو ڪرڻ.

**گُڙبُڙ:** ص. اڻ چٽو ڳالهائڻ- ڀڻ ڀڻ- مڻ مڻ.

**گُڙَت:** ذ. فراسين اُتڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ اوزار.

**گَڙَپُ:** ذ. ڳيت ڏيڻ جي حالت- ڪائي وجڻ. هڙپ.

**گڙِپول:** ص. سوراخ- ٽُنگ- ڏرڙ- ٻر گهل.

**گُڙجَڻ:** م. ڦندڻ- اُپامڻ.

**گَڙدو:** ظ. ڦيرو- چڪر- وڪڙ. چوڌاري- چوطرف.

**گُڙدو:** ذ (ف: گرده) گُردو- ٻڪي. حوصلو.

**گڙدولِي:** ث. ڦيري- چڪر. بازولي- ڪلابازي.

**گڙدِي:** ث. پيڙ- رش- پيه. ڦيرو- چڪر. بازولي.

**گڙڪَڻُ:** م. زور سان وهڻ (پاڻي). وڏي آواز سان وهڻ.

**گُڙڪَڻُ:** م. گُڙگُڙ ڪرڻ (چلم. حقو).

**گڙڪو:** ذ. زور سان پاڻي وهڻ جو آواز.

**گُڙڪو:** ذ. چلم يا حُقي جو ڏڙڪو.

**گُرڪَ:** ذ. ٻر- ٻَڙڪو- سوراخ.

**گُڙڪو:** ذ. لوڙهي يا واڙ مان ڍورن جي اچ وڃ لاءِ ڇڏيل سوڙهي گهٽي.

**گڙگاٽُ:** ذ. پاڻيءَ جي وهڪري جو زور سان آواز.

**گِڙ گِڙ:** ث. گاڏيءَ وغيره جو آواز. ڏاڍو آواز. زور سان ڳالهائڻ. هل- بڪ بڪ.

**گَڙ گَڙ:** ث. اجائي مغزماري- يخي. بڪ بڪ.

**گَڙ گَڙ لاهڻ:** معاملو ختم ڪرڻ.

**گُڙ گُڙ:** ذ. چلم حُقي وغيره جو آواز. پيٽ ۾ آواز.

**گُڙند:** ذ. ڪوه جي مٿاڇري- بندڻ. گاه جو هڪ قسم.

**گڙنگُ، گڙنگُ:** ص. وڏو. اُوچو. وسيع. ڊنگ. (اصطلاحاً) وڏو ماڻهو.

**گڙَڻ:** م. تاري هُرلي جو وهڻ.

**گُڙَڻُ:** م. گوڙ ڪرڻ. گجڻ. مست اُٺ جو آواز ڪرڻ. گپ گارو ڪِنو ٿيڻ. زمين پُسڻ (ريج سان).

**گڙُولُ:** ص. جهيڙو ڪار- ڦڏائي.

**گُڙهاٽ:** ذ. آندن ۾ ريح ڊوڙڻ جو آواز- گُڙگُڙ.

**گڙينگ:** ذ. وڏي قد وارو ماڻهو.

**گَزُ:** ذ (ف) ڪپڙي مٿڻ لاءِ هڪ وال جي لوهي سيخ. تندن واري ساز جي وڄائڻ لاءِ ڪمان (سِتار، سارنگي. سُرندو وغيره ساز)- گزي. بندوق جي نالي صاف ڪرڻ لاءِ سيخ. تيِر. واهه جي پاڻي ڪولڻ يا بند ڪرڻ جو در. آسري لٺو (وڻ). ڊاڙ- ٻٽاڪ- لاف.

**گز ڪرڻ:** سٽي ڪٽي سڌو ڪرڻ.

**گزافُ:** ذ. ڊاڙ- لباڙ. (ص) ٽرڙو- بيهودو.

**گَزَند:** ذ (ف) ايذاءُ- تڪليف. اهنج. نقصان. ٽوٽو.

**گَزِي:** ث. ننڍي ماپ وارو گز. ٻاڻ- تير. لاف- لباڙ.

**گَزيون هڻڻ:** ڪوڙ هڻڻ. ٻٽاڪون هڻڻ. لاف زني ڪرڻ.

**گزيٽ:** ث (انگ) سرڪاري حڪمن جي اشاعت واري اخبار.

**گزيٽر:** ذ (انگ) تاريخي ۽ جاگرفيائي حالتن تي مشتمل انسائيڪلوپيڊيا يا لُغت.

**گزيدَه:** ص (ف) ڏنگيل- ڪڪيل.

**گُزير:** ذ (ف) علاج- حيلو- تدبير- چارو.

**گُزِيَن:** ص (ف) پسند ڪندڙ. مرڪب لفظن جي آخر ۾ ايندڙ (جيئن خلوت گُزين وغيره).

**گَسَ:** ث. گَٽ- گهڪو- رهنو. نقصان- ٽوٽو- هرج.

**گسُ:** ذ. واٽ- دڳ- راه- رستو. پيچرو. لَنگهه.

**گس تان گُسڻ:** راهه ڀلجڻ. اوجهڙ ۾ پوڻ.

**گس گهٽ:** راه رستو- پيچرو.

**گس لائڻ:** واٽ ڏيکارڻ. سنئين راه ڏسڻ. رهنمائي ڪرڻ. هدايت ڪرڻ.

**گُسَ:** ث.دز- لٹ.ڌِسڙ.

**گُس مُس ڪرڻ:** لٽي مٽي ڪرڻ- لڪائڻ.

**گُسار:** ص (ف) هٽائيندڙ- دفع ڪندڙ.پيئندڙ. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (مثلاً: غمگسار ,ميگسار وغيره).

**گُساڙو:** ص.ريت واري زمين جو ٽڪر- ڪچو.

**گسانَ:** بي لذت ڪاڌو- اڻيو ڪاڌو.

**گسائڻُ:** م.گهڻ- مهٽڻ.رهڙڻ.

**گُسائڻُ:** م.غير حاضر رهڻ.ٽٽڻ.پ سو ڪرڻ.

**گُسائو:** ص.گوسڙو- ڪم چور- گوٽنات ڪندڙ.

**گسائي:** ث.گهڻ جو عمل.گهڻ (اوزار وغيره تکي ڪرڻ لاءِ).مهٽ.

**گُسائين:** ذ (هه) سوامي- سنت- پهتل سادو.

**گُستاخُ:** ص (ف) بي ادب.حجتي.بيشرم.

**گستاخ ڪرڻ:** حجتي ڪرڻ.چڙواڳ ڇڏڻ.مٿي تي چاڙهڻ.

**گُستاخِي:** ث (ف) بي ادبي.حجت.بيحيائي.بدا خلاقي.

**گُستو:** ذ.گيوکهو-گهٽو (نڙيءَ کي).

**گسڻُ:** م.گسڻ- گهڄڻ- رهڄڻ.

**گسرَ:** ث.گيسَر- دير.ڍر- سُستي.سيڙپ.

**گُسرَ:** ث.بدنو.پلاند- وير.

**گُسر ڪڍڻ:** ويرونڻ- پلاند ڪرڻ.

**گسرڻُ:** م.رڙهڻ- سِرڻ.ريڙهيون پ ئي رڙهڻ.

**گُسڙ:** ث.ڏڏڙ- ڏوڙ.ڌِسڙ.ڪچي زمين واري مٽي.

**گُسڙ ۾ پير هڻڻ:** ڇيل ڳالهه کان ڦري وڃڻ.ترڪتال ڪرڻ.

**گسڪڻُ:** م.کِسڪڻ- ترڪڻ.گسڻ.ٿڙڻ- سِرڪڻ- رڙهڻ.

**گسڪڻو:** ص.ترڪڻو- کِسڪڻو.سِرڪڻو.

**گُسڪو:** ذ.ريڙهو- رهڻو- ترڪو.اٽڪل- چالاکي.مار- ڪٽ.

**گُسَ گُساءُ ڪرڻ:** ٽٽ ٽٽاءُ ڪرڻ- گوٽنات ڪرڻ. بهاني بازي ڪرڻ.آنا ڪاني ڪرڻ.

**گسَ پيسَ:** بين سان لهو چڙهيا چي تجربو پرائڻ.

**گسڻُ:** م.کي بي شيون پاڻ ۾ گهڄڻ.گهڪو کائڻ.ڳاٺ ڪرڻ.

**گُسڻُ:** م.خطا ٿيڻ (نشان)- خالي وڃڻ (نشانو).هڻڻ- ٿڙڪڻ. هٽان وڃڻ (وجه).انجام مان ڦرڻ.پلجڻ.

**گُسي وڃڻ:** نشاني تي پورو نه لڳڻ.ٿڙي وڃڻ- خطا ٿيڻ.واعدي تان ڦري وڃڻ.

**گِسو:** ص.ڦِڪو- الوڻو- اپوڳ.ٽانگهو- ويڪرو- ٽاسرو.

**گسي:** ث.اٺ بڪري وغيره جي ٽِيڪَ.ڪپڙي رڱڻ جو هڪ مصالحو.

**گُشاد:** ذ.عقل- سمجهه- دانائي.

**گُشادو:** ص.عقلمند- داناءُ- ڏاهو.ماهر- قابل.چالاڪ.

**گشتُ:** ذ (ف) چڪر- گهمرو.ڦيرو.ڊوڙو- سير.گهوم.پڙتال.

**گشتَه:** ص (ف) ڦريل.اُبتو.بگڙيل.بدليل (صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ.جيئن "برگشته" وغيره).

**گشتي:** ص.گشت ڪندڙ.گهمندڙ ڦرندڙ.سفر يا پڙتال ڪندڙ (آفيسر).

**گشڪو:** ذ.گشو- ڏٽو- ڪوڙو دلاسو.

**گشڪو:** -ذ.گهڪو- رهٽو- ڳاٺ.

**گشڪوري:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**گشو:** ذ.گهڪو- رهڙو.ڪوڙو دلاسو- ڏٽو.

**گشو ملائڻ:** من گهڙت ڳالهه بڌائڻ.ڏٽو هڻڻ.بهانو ڏيئي ٽٽائڻ.

**گشتي، گشائي:** ص.گشو هڻندڙ.داڙي- بٺاڪي.

**گُفا:** ث.اونداهي غار.غار- چُر.

**گُفت:** ث (ف) ڳالهه ٻولهه.گفتار.صفاتي اڳياڙيءَ طور ڪم ايندڙ (مثلاً: گفت و شنيد ,گفتگو وغيره).

**گُفت و شنيد:** ث.سُئي ٻڌي- ڳالهه ٻولهه.تڪرار.بحث.

**گُفتار:** ث (ف) گفتگو- ڳالهه ٻولهه. (ص) چوندڙ- ڳالهائيندڙ. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جيئن شيرين گفتار، تلخ گفتار وغيره).

**گُفتگو:** ث (ف) ڳالهه ٻولهه- بات چيت.تذڪرو- ٻچار.مباحثو.

**گُفتو:** ذ (ف) جملو- ٻول- قول.اقرار- وعدو.ذڪر- گفتگو.

**گُفتي ۾:** رمز سان- لڪ ۾- ڳالهه ٻولهه ۾.

**گَڦَ:** ث (ف: ڪف) گهٽي ڳالهائڻ ڪري وات ۾ پيرجي آيل گجي. گهٽو ڳالهاءُ- جهڳي- پخي.

**گڦ هڻڻ:** گهٽو اجايو ڳالهائڻ- وات هڻڻ.

**گُڪُ:** ذ.پڻيءَ جو ڪُٻ.گهٻ.

**گُڪو:** ص.پڻيءَ جي ڪُٻ وارو.گهٻ وارو (ٽانءُ).(ث.گُڪي).

**گَگَ:** ث.وات جو لعاب- پِڪ.ڪِڦ.وڻ يا ٻوٽي جو ليسدار رس.

**گَگَ اٽڪائڻ:** اٽڪل سان قبضو ڪرڻ.

**گَگَ تي پوڻ:** چنبڙي پوڻ- نه ڇڏڻ.

**گَگَ وهڻ:** وات مان پاڻي وهڻ.حرص ٿيڻ.سڌ ٿيڻ.

**گُگدامُ:** ص.گونگو- بي زبان (عام طرح جانور کي چيو ويندو آهي.جيڪو بي زبان آهي).

**گگرُ:** ص.گگون وهائيندڙ.چرڙيت- مستانو.

**گگَرُ:** ذ.هڪ قسم جو وڻ ءُ ان جو گونر (پسارڪو وکر.واس ڏوپ طور ڪم اچي)- لوبان.

**گگرال:** ذ.هڪ جو بوٽو.

**گگرو:** ذ.ننيو دلو- گهڙو- گهاگهر.

**گگڙو:** ذ.مچيءَ جو هڪ قسم.

**گگمگ:** ص.بيهوش- غش.خاموش- چُپ.

**گگنُ:** ذ (سن) آسمان- آڪاس- فلڪ.زمين ۽ آسمان جي وچ وارو خال.

**گگن گئون:** ص.الوٽ.گم ٿيل.

**گگولي.** ث.گُرڙي- گروڙي.

**گگهر:** ث.پئسن جمع ڪرڻ جي ننڍڙي- بوگهو.

**گل:** ث.چوپائي مال جو ولر- ڌڻ.

**گلبانُ:** ص.مال چارينڊڙ- ڌنار.

**گل:** ث (ف) پسيل مٽي.گپ.گارو.

**گَلُ:** ذ.اٽي ڏڪريا بلورن راند لاءِ کوٽيل ننڍڙي کڏ- بد- گڏ.

**گُلُ:** ذ (ف) ڦل- ڦول.ٽئونر- ڦندڻ.بتي يا ڏيي جي وٽ جي ٻرند ڙڄوٽي.

**گُل ٽڪڻ:** گلڪاري ڪرڻ- جٽسالي ڪيڻ.

**گل فشاني:** ث.خوش بياني.(ڪنايتاً) بد ڪلامي.

**گُل جهڙو تي پوڻ:** سهڻو لڳڻ- زيبا ٿيڻ.نازڪ بدن ٿيڻ.

**گُلَ چاڙهڻ:** قبر وغيره تي گل وجهڻ.

**گُل چني مُنهن ۾ ڏيڻ:** روبرو مهٽو ڏيڻ.

**گُلُ ڪرڻ:** وسائڻ (بتي.ڏيو).

**گُلَ کڻڻ:** ڪارناما ڪرڻ.(ڪنايتاً) بدنامي ءَ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**گُل هجڻ:** خوبصورت هئڻ.موج ۾ هئڻ.

**گُل:** ذ.(ف:"گول" جو مخفف) گولو.

**گُل انداز:** ص.توف مان گولا ٌ چلائيندڙ.

**گلا:** ث (ف:گلہ) شڪايت.غيبت- بُرائي.بدنامي.

**گلا جو گهانگهو کڻڻ:** پنهنجي بدناموسي ڪرائڻ- مهٽي هاب ٿيڻ.

**گلا خور:** ص.گلا ڪندڙ.شڪايت ڪندڙ.

**گلا خوري:** ث.بچاپڙائي- منافقت- چغلي.

**گلارو:** ص.خوار- بدنام.

**گلا شڪوَه:** ذ.شڪايتون- ميارون- ڏوراپ.

**گلا غيبَت:** ث.خواري- بدنامي.لائي چائي.

**گلا ڪاڏو:** ص.گلا خور.ذليل- بدنام.

**گُلابُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو مشهور گُل.

**گُلاب جو پاڻي:** ذ.گلاب جي گلن مان چڪايل عرق.

**گُلاب ڪَليون:** گلاب جون سڪل پنکڙيون.

**گُلاباشي:** ث.گُلاب جو عرق چٽڪارڻ واري حالت.

**گلابداني:** ث.گلاب جي پاڻي چٽڪارڻ جو خاص ٿانءُ.

**گلابندُ:** ذ (ف) ڳچي ۾ ويڙهڻ لاءِ اوني يا ريشمي پٽو- مفلر.

**گُلابي:** گلاب جي گل جهڙو (رنگ).

**گُل اَحمَرُ:** ذ.سُرخ گلاب- خوني گلاب.

**گلاسُ:** ذ (انگ) شيشو- ڪانچ.پاڻي پيئڻ لاءِ گول ڊگهو ٿانءُ.

**گلاس داني:** ث.گلاس رکڻ لاءِ پيتم ٽنگيل تختي.

**گُل اشرفي:** ذ.هڪ قسم جو نارنگي رنگ جو گل.

**گلال:** ص (ف) ڪنيار.

**گُلالُ:** ذ.ڳاڙهو پائوڊر (جيڪو هوليءَ ۾ هندو هڪ ٻئي کي هڻن.اهو چانورن يا جَوَن جو اٽو.ڳاڙهو رنگ ۽ خوشبوءِ ملائي ٺاهيندا آهن).

**گُل انارُ:** ذ (ف) ڏاڙهون جو گُل.

**گُل اندامُ:** ص (ف) گلن جهڙن نازڪ نرم عضون وارو- نازڪ بدن.سهڻو- حَسين.

**گلاني:** ث.ڪراهت- ڏڪار- بچان- سُوگ.

**گُلبانگ:** ث (ف) وتندڙ آواز.بلبل جي ٻولي.شاديءَ جي خوشيءَ جو آواز.خوشخبري.

**گُلبدَنُ:** (ف) نازڪ بدن.سُهڻو- معشوق.هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو.

**گُلبرگُ:** ذ (ف) گلاب جي گل جو ورق.

**گل بَڪاوَلي:** ذ (ف) هڪ قسم جو اَڇو گُل.

**گل بنَفشو:** ذ.دوائن ۾ ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر- بنفشي جا سڪل گل.

**گُلبُوءِ:** ث (ف) گلاب جي گلن جي سُرهڃ- گلن جي سڳند- هُڳاءُ.

**گلبَهار:** ذ.گُل جو هڪ قسم.

**گُلَ بُوٽا:** ذ.ڀرت جو هڪ قسم (جنهن ۾ گلَ ۽ پن هجن).

**گُل ٽُڪمو:** ذ.هڪ قسم جو اڇو يا هيڊي رنگ جو گل.

**گلَٽُ:** ذ (انگ) مُلمعو- پالش.هڪ قسم جو هٽرا ڏو ڌاتو- نڪل.

**گلَٽ ڪرڻ:** ڪنهن ڌاتوءَ تي ملمعو چاڙهڻ.ڪنهن کي دغا سان ڦري وجهڻ.

**گلَٽي:** ص.ملمعو چاڙهيل- گلٽ ڪيل.(ذ) جرمن سلور ڌاتو.

**گُلپوشُ:** ص(ف) گلن سان ڍڪيل.

**گُل پيرَهن:** ص(ف) گلن جي پوشاڪ وارو- معشوق.

**گُل جاءِ:** ث.هڪ قسم جي ول ۽ گل.

**گُلچين:** ص(ف) گل چونڊيندڙ- باغبان.

**گُلَ حڪمتَ:** ث(ف) طبيبن جي اصطلاح ۾ ڪنهن وڪر جي جوهر ڪڍڻ لاءِ نڪر جي ٿانوَ ۾ وڪر وجهي ٿانوَ جو منهن ميٽ يا مٽيءَ سان بند ڪرڻ، جيئن پچڻ وقت ٻاڦ ٻاهر نه نڪري.

**گُلخَندان:** ذ(ف) ٽڙيل گل.

**گُل خيرو:** ذ(ف) هڪ قسم جو گل ۽ ٻوٽو (پن ۽ گل وڏا ٿين. گلَ اڇا، گلابي ۽ ڳاڙها ٿين).

**گُلدانُ:** ذ(ف) گلن يا گلدستي رکڻ لاءِ گلاس جهڙو خاص ٿانءُ.

**گل دائودي:** ذ.هڪ قسم جو گل (جيڪو گهڻن ئي رنگن ۾ ٿئي).

**گُلدَستو:** ذ(ف) مختلف گلن جو ڇڳو.

**گُلدوز:** ذ.گلن سان پرت پريل. ڦولدار ريشمي ڪپڙو.

**گلڊ:** ث (انگ) هڪ ئي پيشي سان وابسته ماڻهن جي انجمن. (راشٽرزگلڊ= ليکڪن جي انجمن).

**گُلَرُ:** ذ.ٽولو- جماعت.ولر.انبوهه- هشام.

**گُلَرُ:** ذ. ڪُتي جو ٻچو- ڪُتي جو تازو ڄاول ٻلونگڙو.

**گُراجاتي:** اسم خاص.هندن جي هڪ ذات.

**گُلرُخ:** ص(ف) سهڻو- حسين.معشوق.

**گُلرنگ:** ص(ف) ڳاڙهو- گلابي.

**گُلرُو:** ص(ف) سهڻو- حسين.معشوق.

**گُلري:** ث.گلر واري ڦيري ۽ پوڻڪ.

**گُلريون پوڻ:** ڦيريون ڏيڻ- بيقراري ٿيڻ.ڪُتي واريون رومڙون ڪرڻ.

**گلڙو:** ص.هڪ سخن وارو نهٺڻ- ڦرتو گهرتو.

**گُلزارُ:** ذ(ف) گلن واري جوءِ.باغ- چمن- گلستان.

**گُلزاري:** ث.ساوڪ ۽ گل ڦل.

**گُلستانُ:** ذ(ف) باغ- چمن- گلشن.

**گُلسُوءِ:** هبڪار- خوشبوءِ- سڳنڌ.

**گُل شڪر:** اسم خاص.سنڌي ٻوليءَ ۾ پهاڪن جي هڪ مشهور ڪتاب جو نالو.

**گُلشَن:** ذ(ف) باغ- چمن- گلستان.

**گُلشَنِ ايجاد:** ذ.دنيا- جهان.

**گُل صد برگ:** ذ(ف) سئو پنن سان گل جو هڪ قسم- گيندو گل.

**گُل عباسي:** ذ(ف) هڪ قسم جو گل (جيڪو اڇي، ڳاڙهي ۽ هيڊي رنگ جو ٿئي).

**گُلعذار:** ص(ف) ڳاڙهن ڳلن وارو- سهڻو- خوبصورت.معشوق.

**گُلفام:** ذ(ف) گلاب جي رنگ جو.سهڻو.معشوق.

**گُل فَرنگ:** ذ(ف) هڪ قسم جو گل (اڇي ۽ گلابي رنگ جو ٿئي ۽ هر موسم ۾ ٿئي).

**گُلقَندُ:** ذ.کنڊ ۽ گلاب جي گلن مان ٺهيل وکر.

**گُلفشاني:** ث(ف) گلن جي ورکا.خوش بياني.

**گُلڪاري:** ث(ف) نقاشي.گلن ٻوٽن وارو پرت.

**گُل گشت:** باغيچي جو سير.

**گُل گُلاب:** ذ(ف) گلاب جو گل.(ص) سدا سهڻو- حسين.

**گُلگُون:** ص(ف) گلاب جي رنگ جو- گلابي.

**گُلگلو:** ذ.ميدي جو تريل مٺو لڏون.

**گُل گير:** ذ(ف) بتيءَ جي وٽ ڪترڻ جي ڪئنچي.

**گُل لاله:** ذ(ف) باغ جو سير.گهمڻ- سير.

**گِلمُ، گَلمُ:** ذ(ف: گليم) پٽ تي پکيڙڻ لاءِ وڏي فراسي- فرش (سوٽي).

**گُل مريم:** ذ(ف) ناسيءَ رنگ جو هڪ قسم جو گل.

**گُل ملُوڪ:** فراسيءَ جي ڇٽن جو هڪ قسم.

**گُل ميخ:** ث(ف) وڏي ٽوپيءَ واري ڪلي يا ڪوڪو.

**گُلنار:** ذ(ف) ڏاڙهونءَ جو گل.(ص) ڳاڙهو- سرخ.

**گُلندازُ:** ذ.توف جا گولا چلائيندڙ نشاني باز.توبچي.

**گُلندازي:** ث.توبزني- نشاني بازي.

**گُلندر:** ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (پسارڪي وکر طور دوائن ۾ ڪمايندڙ).

**گُل نَسرين:** ذ.جهنگلي گلاب (ٻوٽو ۽ گل).

**گُل نيلوفَرُ:** ذ.ڪنول جو گل.

**گلو:** ذ(ف:گله) وڳُ (اُٺن جو).ڌڻ (مال جو).ٽولو (جانورن جو).

**گله بان:** ص.ڌنار- ڌنار.

**گلو:** (ف: غله) دڪاندار جي مُرادي رکڻ جي پيتي وغيره.

**گلو:** ذ(ف: گلو) ڳلو- ڳچي- گردن- ڪنڌ.پهراڻ يا چولي وغيره جو ڳچيءَ وارو حصو- گريبان.

**گلو خشڪ ٿيڻ:** نڙي سُڪڻ.ڏاڍي اُڃ لڳڻ.

**گلو دبائڻ:** گهٽڻ- گهٽو ڏيڻ.خبر ڪرڻ.

**گلو غار ٿيڻ:** هڙ مُوڙي چٽ ٿي وڃڻ.

**گلو ڪَٽڻ:** ذبح ڪرڻ. ڳچي ڪپڻ. ظلم ڪرڻ.

**گلو لَڏڻ:** ڪم جو پورا ٿو ٿيڻ.

**گلو گُهٽڻ:** ڳچي دٻائڻ. گهٽو ڏيڻ. دٻاءُ وجهڻ. ظلم ڪرڻ.

**گلو ويهڻ:** آواز ڳرو ٿيڻ (گهڻي ڳائڻ. ڳالهائڻ يا زڪام ٿيڻ سبب).

**گلي پوڻ:** زوري مڙهجڻ- ڪنڌ ۾ پوڻ. ذمي ٿيڻ.

**گلي جو هار:** ص. محبوب- پيارو- دلبر.

**گلي لڳائڻ:** ڀاڪر پائڻ. محبت ڪرڻ.

**گلي مان جهلڻ:** ڳچيءَ ۾ هٿ وجهڻ. قبو ڪرڻ. ٻه زبرس ڪرڻ.

**گلي ۾ ٻڌڻ:** زوري ڪا چيز ڏيڻ. زبردستي نڪاح ۾ ڏيڻ.

**گلي مڙهجڻ:** زوري ڪا شيءِ حوالي ٿيڻ. مرضيءَ جي خلاف ذميواري مڙهجڻ.

**گلي ملڻ:** ڀاڪر پائڻ. صلح ٿيڻ.

**گلو:** ذ. دوائن ۾ ڪتب ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽي جي پاڙ.

**گلوب:** ذ (انگ) گول شيءِ- گولو- ڪره. ڌرتيءَ جو گولو.

**گُلوبَند:** ذ. ڳچيءَ ۾ ويڙهڻ لاءِ اوني يا ريشمي پٽو- مفلر.

**گُلُوڪوز:** ذ (انگ) انگوري ڪند.

**گُلوگيرُ:** ص (ف) ڏکويل. رنڊهار ڪو. دلگير. گهٽيل گلي وارو (آواز). ڳچيءَ ٻوندڙ.

**گلور:** ذ. لشڪر- ٽولو- جٿو- ولر.

**گلور ڪاني:** ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**گلوري:** ث. گِلوئي (جانور).

**گِلولَ:** ث. (ف: غلول) پکين کي هڪلڻ لاءِ ڳوڙهه اڇليندڙ ڪمان. ننڍي ٻه سانگي ڪاني ۾ ربڙ جا پٽا وجهي ٺاهيل گليل.

**گلولو:** ذ. ڪانيءَ تي يا گليل جو ڳوڙهو.

**گُل هزارا:** ذ (ف) گينديءَ جو گُل (پيلا گُل ٿين).

**گِلوئي:** ث. هڪ قسم جي ڳوهه جهڙو جانور.

**گَلي:** ث. گهٽي- ڳلي. گهرن جي وچان سوڙهو لنگهه.

**گِلي:** ث. اِتي. ڪانيءَ مان گهڙيل ٽڪر (ڏڪر سان راند ڪرڻ لاءِ).

**گلي ڏڪر:** اِتي ڏڪر.

**گُلي:** ث. نيرو رنگ. ڪپڙن جو رنگ ڪليل بيهارڻ لاءِ نير مان ٺهيل اٽي جهڙو ٻورو- نيل.

**گُليٽو:** ذ. ڪنهن ڳالهه تان ڪاڏل ڦيرو- ناٻري- انڪر.

**گُليٽو ڪائڻ:** ناٻري وارڻ- اصل ڳالهه تان ڦري وڃڻ.

**گِليسرين:** ث (انگ) سٽيءَ مان ٺهندڙ هڪ بي رنگ پتيڻ (دوا طور ڪتب اچي).

**گليشيئر:** ذ (انگ) برفاني ڇپ.

**گُليلَ:** ث (ف: غلول) ڳوڙهن اڇلڻ لاءِ ڪمانَ يا ٻه سانگي مان ٺهيل اوزار (پکين هڪلڻ لاءِ).

**گُليلو:** ذ. مٽيءَ جو ڳوڙهو- گلولو.

**گمَ:** ث. سٽ- سٽس. خبر- پتو- پروڙ- چاڻ.

**گُم:** ص (ف) وِيَل. وڃايل. ضايع. لڪل- ڳجهو. الوپ- غائب. غير حاضر. پيگل- مفرور. روپوش. حيران- وائڙو.

**گُم ڪرڻ:** لڪائڻ. غائب ڪرڻ. وڃائڻ- ضايع ڪرڻ.

**گُماشتو:** ذ (ف) پراڻ ڪم ڪندڙ- عيوضي. نائب. ايجنٽ. عام مختار.

**گُمانُ:** ذ (ف) شڪ- شبهو. ظن- خيال. وسوسو. وهم. امڪان.

**گُمانجڻ:** م. شڪ آڻڻ- بدگماني ڪرڻ.

**گُماني:** ص. شڪي. امڪاني. بي ڀروسي. غيريقيني.

**گمبَٽ:** اسم خاص. خيرپور ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**گمبو:** ص. ٿلهو- موٽو- جاڙو.

**گُمراهُ:** ص (ف) رستي کان هٽيل- ڀٽڪيل- بيراه. ٿڙيل.

**گمراهي:** ث. بيراهي- اوجهڙ. حيراني.

**گمزي:** ث. لڳي.

**گُمشُدگي:** ث (ف) وڃائجي وڃڻ جي حالت.

**گُمشُدَه:** ص (ف) وڃايل. وِيَل. پيگل. لِڪل.

**گُم شُم:** ص (ف) غائب.

**گُم صُم:** ص (ف) چپ- ماٺ. حيران- ششدر. وائڙو.

**گُم گَشته:** ص (ف) گمشده- وڃايل- لِڪل.

**گُمنام:** ص (ف) بنانالي- بي نام. غيرمشهور. لِڪل- مخفي- ڳجهو.

**گُمنامي:** ث. لِڪ- اخفا. پرده پوشي. ڳجهه ڳوهه.

**گمَڻ:** م. گم ٿيڻ- غائب ٿيڻ.

**گميل:** ص. گمراه- ڀٽڪيل. ٿڙيل. منتل.

**گَنَ:** ث (انگ) بندوق.

**گُنُ:** ذ (س) وصف- صفت- خاصيت. چڱائي. خوبي. تاثير. لڇڻ- ارڪان. هنر- فن. احسان- ٿورو- وڙ- ڳڻ.

**گُن چورُ:** ص. احسان فراموش. وڙ وساريندڙ.

**گُن ڪڍڻ:** لڇڻ خراب ڪرڻ. بدنيڪي ڪيائڻ.

**گُن ڪرڻ:** احسان ڪرڻ- ٿورو ڪرڻ- وڙ ڪرڻ.

**گنات:** ث.ڀائيچاري- عزازت. ڪٽم- قبيلو. ذات.

**گُناهُ:** ذ (ف) خراب ڪم. ٻئي کي نقصان رسائيندڙ ڪم. ڏوهه- پاپ. خطا- قصور. قانون جي ابتڙ ڪم- جرم.

**گُناهگارُ:** ص.ڏوهي- ڏوهاري. پاپي. مجرم. خطاوار.

**گناهگارِي:** ث.ڏوهه- قصور- خطا.

**گُناهي:** ص.گُنهگار- پاپي- عاصي.

**گَنبُ:** ذ.ڳوهيل مٽي- گارو. گپ. گاري مان ٺهيل ڀت يا جاءِ.

**گَنب ڀِتُ:** ذ.گپ جهڙو نرم ڀت. بناگيه جي رڌل پٽڙو ڀت.

**گُنب:** ث.ٿهو- سٿي- ڍڳ- ڪوڙي. گنج- خزانو. ڀپ- پيٽ.

**گُنبُ:** ذ. ڪوڪي وغيره جو گولائون متو يا چوٽي.

**گنبٽ:** ذ.ٻيڙيءَ جو وچ يا وچ وارو خال. لنگر (جهاز جو).

**گُنبَذُ:** ذ (ف: گنبد) گولائيءَ ۾ اڀريل ڇت (جنهن ۾ آواز گونج ڪري. گنبذ عموماً مسجد يا مزارتي ٺاهجي).

**گُنبوڙو:** ذ.مٽيءَ جو پنوڙو.

**گَنبِي:** ث.ٿلي ڍڳهي يا گول ڇپر.

**گنبي هڻڻ:** فائدي ۾ ڳالهائڻ.

**گنڀِيرُ:** ص.سانتيڪو- بردبار- تحمل وارو- سنجيدو.

**گنڀيرتا:** ث.ڌيرج- بردباري- سنجيدگي.

**گَنجِ:** ث.نوڙهه- روڏ.

**گَنجُ:** ذ (ف) خزانو- مال- دولت. (ص) ڍير- ڍڳ- انبار- اڻ ميو.

**گنج بخش:** ص.وڏو فياض- ڏاتار.

**گنج لڳي وڃڻ:** تمام گهڻي اُپت ٿيڻ. ڊؤٽي وڃڻ. انبارتي وڃڻ.

**گنج هڻڻ:** گهڻو هڻڻ. ڪجهه نه هڻڻ.

**گنجا:** ذ. ڇانورن جي هڪ جنس- ڳاڙها ڇانور.

**گُنجارڻ:** م. لام راڏيڻ- چڪر ڏيڻ- گهمراڏيڻ.

**گُنجاسَ:** ث. خيانت. نقصان- ڇيهو.

**گُنجان:** ص (ف) گهاٽو- سوڙهو- ڳتيل- ڳوڙهو.

**گُنجائش:** ث (ف) سمائجڻ جي جاءِ- جاءِ- جڳهه- وِٿي.

**گَنجرَڻ:** م. قاسي وڃڻ- اٽڪڻ. بيمار ٿيڻ.

**گُنجَس:** ث. ڪاٺ جي ڇپر.

**گنج شهيدان:** ص.شهيدن جو مقام.

**گَنجفو:** ذ.پتن راند جو هڪ قسم.

**گُنجلَڪ:** ث. (ف) ڳُهنج. ڳنڍ- مونجهه. پيچيدگي.

**گُنجَڻ:** م. ڀُون ڀؤن ڪرڻ (مک وانگر). جهونگارڻ.

**گَنجو:** ص. نوڙهو- روڏو. (ث. گنجي). (اسم خاص) حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ ٽڪر جو نالو.

**گنجوگرو:** هر عام و خاص ماڻهو.

**گنجِي:** ث.قميص جي اندران پائڻ لاءِ هڪ قسم جو پهراڻ.

**گنجي گوڏ:** ث.مختصر پوشاڪ. غريباڻي پوشاڪ.

**گنجي گوڏ ۾ گُذارڻ:** مفلس هئڻ- غريب هئڻ.

**گنجينَہ:** ذ (ف) خزانو- گنج.

**گَندُ:** ذ (ف) ڪچرو- ڪِنُ- ٻِهَرُ. غلاظت. پليتي. جهيڙو- تڪرار.

**گند بَڪَڻُ:** گاريون ڏيڻ- بدزباني ڪرڻ.

**گند سَٽَڻ:** بچڙائيءَ ۾ پوڻ. خرابي گڏ ڪرڻ (سماج ۾).

**گند ڪڍڻ:** ٻَهاري ڏيڻ. لڄ لٿنگي کي ٽڙي ڪڍڻ.

**گند ڪرڻ:** ڪِن ڪرڻ. بدزباني ڪرڻ. بدلچڻائي ڪرڻ.

**گند مَٿڻ:** گار گند ڪرڻ. بدزباني ڪرڻ.

**گُندُ:** ذ. وڏي گُندي (اَن رکڻ لاءِ). ڍڳ- ڪوڙُ- ڍيرُ. تمام گهڻو.

**گَندا:** ث. فقيرن جي گودڙي. رَلي. فقيرن جي جهولي.

**گندائِي:** ث. ڪِنُ- ميرائي. پليتي.

**گند پَٽ:** ذ. پاٽيءَ تي ٿيندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم.

**گُندَرُ:** ذ.گُوندَرُ.

**گُندر وَل:** ڏکن جو وڻ- گهٽاڏک.

**گندرا:** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**گندرَفُ:** ذ.گندڪ.

**گندرِي:** ث. مُهاتن جي ذات مان- مُهاتي. (ص) نيچ. عيبدار.

**گُندڙو:** ذ. ننڍي گُندي- گُندلو.

**گندَڪُ:** ذ (س) هڪ قسم جي معدنيات. جنهن کي گُهڻ سان باهه لڳي- گندرف.

**گند گاهَڻ:** ذ. ڪِن ڪچرو. خرابي.

**گندگِي:** ث (ف) ڪِنُ. غلاظت. بدبوءِ.

**گندَل:** ذ. ٻـ پڙو ڪٿو يا ڪمبل. ڇانيءَ سر نهن جا گَل.

**گُندلو:** ذ. اَن رکڻ لاءِ وڏي گُندي. (ص) ٻُت ۾ ڀريل- ڏٿو مٿو.

**گندُم:** ث (ف) ڪڻڪ.

**گندمَ گُون:** ص. ڪڻڪ رنگو. سانورو.

**گندمِي:** ص. ڪڻڪ مان ٺهيل. ڪڻڪ رنگو.

**گندنا:** ذ. ٿوم جي پن جهڙو هڪ قسم جو ڄڀنو گاهه (پسارڪي وکر طرڪماچي).

**گندَنُ:** ذ.هڪ قسم جي ڇيلري مڇي.

**گندو:** ص (ف) ڪنو. ناپاڪ - نجس. پليت. خراب. بدافعال. (ث.گندي).

**گندو ڪَمُ:** ذ. خراب ڪم - برو ڪم. بڇڙو ڪم - بد ڪاري.

**گندوئي:** ث.سوَرُ سبڻ لاءِ وڏي سُئي.

**گندولو:** ذ.ننڍي رلي.

**گندي:** ث.مٽي ڍڪڻ لاءِ زنانو ڪپڙو - رئو - پوتي. چادر. رلي.

**گندي پُسال:** ٿورو مينهن - هلڪي برسات.

**گندي چندڻ:** پوتي چنڊي اُٿڻ. ليڪو لاهي وجهڻ. پلاند آجا ڪرڻ.

**گُندي:** ث.اناج رکڻ لاءِ مٽيءَ مان ٺهيل وڏي نادي - وڏو دگهو گُندلو.

**گُنديءَ جا آڀون ڪڍڻ:** عيب ظاهر ڪرڻ. راز کولڻ.

**گندُ:** ذ (ن) بانس - ڌپ - بدبوءِ

**گندارُ:** ذ (سن) راڳ جي ستن آوازن مان ٽيون نمبر آواز. پيرو راڳ جي هڪ راڳڻي.

**گندجڻ:** م.گڏو چڙ کاڌن مان پيٽ خراب ٿيڻ. بيمار ٿيڻ.

**گندُ گوڙُ:** ذ.موڳهارو - گڙٻڙ. گڏو چڙ سامان.

**گنديَل:** ص.ڪِڪوڪو. مَندل - ٻڌل.

**گنگَ:** ذ.ڪانهن يا سَر جو نسريل ٻوٽو.

**گنگ ڪڍڻ:** ڪانهن يا سَر جي ڪاني جو نسرڻ.

**گنگُ:** ص.بيحد وڏو - پربت جيڏو. وڏو درياءُ. ڀيانڪ - خوفائتو.

**گنگُ ٿيڻ:** گڏجڻ - مڙي ميڙو ڪرڻ. مقابلي لاءِ هٿيارن سان دشمن آڏو اچڻ.

**گُنگُ:** ث (ف) ڳالهائي نه سگهڻ جي حالت. (ص) گُنگو - خاموش.

**گُنگبازُ:** ص.گونگو. ناٽڪ ڪندڙ.

**گُنگ ٻوڙُ:** ث. چپ چپات. خاموشي - سانت. سانتيڪو ماحول (جنهن ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو آواز نه هجي).

**گُنگ ٻوڙ ۾ گذارڻ:** اندر جو اندر ۾ گهٽيون ڪندو رهڻ.

**گنگا:** اسم خاص. ڀارت جي هڪ مشهور ندي. عورت جو نالو.

**گنگا اَشناني:** ص.ڌرمي ڪم ڪندڙ.

**گنگاٽي:** ث. گنگا نديءَ جي واري (جيڪا هندو پوڄاپاٺ لاءِ ڪتب آڻين.)

**گنگاجَل:** ذ.گنگا ندي جو پاڻي (جيڪو هندن لاءِ پوتر ۽ صاف پاڪ پاڻي آهي).

**گنگادارا:** ث.ڪهڪشان - کير ڌارا.

**گُنگاٽڻ:** م.گُنگ ٻوڙ ڪرڻ. گونگي وانگر ڳالهائڻ.

**گُنگائي:** ث.بي زباني - ڳالهائي نه سگهڻ واري حالت.

**گنگڙُ:** ذ.ڦڏو - فساد. جهيڙو - نقصان. نوڙي - ڦاهي.

**گنگڙ پوڻ:** فساد سبب مشڪلاتون پيش اچڻ.

**گنگڙائي:** ص.لوڏي يا ڏڪي سان هلڻ واري حالت.

**گنگو:** ذ.نڪ ڪان گهتو.

**گُنگو:** ص (ف: گُنگ) جيڪو ڄائي ڄم کان ڳالهائي نه سگهي. ماٺيلو.

**گُنگي ڳاءِ هئڻ:** سادي سڀاءُ وارو هئڻ - ماٺيلو هئڻ.

**گُنگهڻي:** ث.جيت جو هڪ قسم.

**گنوائڻُ:** م.وڃائڻ - ضايع ڪرڻ.

**گُنهُ:** ذ (ف) گناهه - ڏوهه - پاپ.

**گُنهگارُ:** ص.گناهگار - ڏوهاري - پاپي.

**گنهورَ:** ص.اونهو - عميق. بردبار - ڳنڀير.

**گني:** ث.سون جو هڪ سِڪو - مُهر - اشرفي.

**گُني:** ث (سن) گُڻ وارو - گُڻ ڪندڙ - گُڻوان. سخي.

**گنيات:** ذ.شعور - عقل - مت. ڳتي - فڪر - چنتا.

**گنيرَ:** ذ.هاٿي - فيل. (ص) وڏو شاهوڪار.

**گنيرَ گمر:** ص.بهادر - جوڌو - ڪوپو.

**گنيش، گَنيش:** ذ (سن) هندن جو هڪ ديوتا (جنهن جو جسم انسان جو ۽ مٿو هاٿيءَ جو ٿئي).

**گُڻُ:** ذ (سن: گُڻ) خوبي - خاصيت. سُڀاءُ. تاثير. لَڇڻ. هنر. احسان - ٿورو - وڙ - ڀَڻ.

**گُڻ ڪرڻ:** نيڪي ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ. پيار پيدا ڪرڻ.

**گُڻ اوگُڻ:** ذ.عيب ثواب - برائي ڀلائي.

**گُڻ گرهڻ ڪرڻ:** لڇڻ سکڻ - مهذب ٿيڻ.

**گُڻائتو:** ص.گُڻن وارو - سلڇڻو.

**گڻت:** ذ. (سن) انگي حساب - علم رياضي.

**گڻت ڪرڻ:** حساب ڪرڻ.

**گنگُ:** ذ.وڏو هوشيار. چالاڪ - ٺڳ. ڪنجوس.

**گَنبُ:** ذ.ڳوڙهو - گهاٽو.

**گُڻوانُ:** ص.سُٺن لڇڻن وارو. هنرمند. سخي.

**گُڻي:** ص.نيڪ - ڀلمانس. خوبين وارو.

**گو:** ظ (ف) گويا - جهڙڪ - اگرچ. (ص) چوندڙ - صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جيئن داستان گو. بدگو وغيره).

**گُوارَ:** ث.هڪ ٻوٽو ۽ ان جو ڦريون (جيڪي ڀاڄي طور ڪم اچن).

**گُوارُ:** ص (ف) هضم ٿيڻ جهڙو. مزاج مطابق. صفتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ لفظ (جيئن خوش گوار، ناگوار وغيره).

**گُوارا:** ص (ف) جلد هضم ٿيندڙ - هاضم. سوادي. وڻندڙ.

**گوارا ڪرڻ:** برداشت ڪرڻ - سهڻ. منظور ڪرڻ.

**گُوارتي:** ث. ٻج ڪان سواءِ گوار جون سڪل ڦريون (اَنَ ۽ ٻڪريون کائن).

**گُوارِي:** ث. ڳئون شالا.

**گوالُ:** ذ (سن) ڍڳين وارو - ڳئون ڌاريندڙ ۽ چاريندڙ.

**گُوالُ:** ص. جاسوس. جُوٺي ڪٽندڙ - چغلخور.

**گواليار:** ذ (ف) ڳهٽو بوجھ. هڪ شهر جو نالو.

**گواهُ:** ذ (ف) شهد - ساکي - گواهي يا شاهدي ڏيندڙ.

**گواهي:** شاهدي - ساک. ثابتي.

**گوبرُ:** ذ. ڳئون جو ڇيتو - ڇيتو.

**گوبرِي:** ث. ڇيتي ٻيل مٽيءَ جو گارو.

**گوبو:** ذ. نڪ جي ڦوڦيندي جهڙي غلاظت.

**گوبو:** ص. ٿوري عقل وارو - مورک - ڳهيلو.

**گوبي:** ث. هڪ قسم جو اوبڙ (جنهن جو گُل يا ٻن يا ٻاجي طور ڪم اچن).

**گوت:** ث. ڳولا - جاچ - ڦلهور.

**گوتَرَ:** ص (سن) ڪٽنب - آکه. حسب نسب

**گوتني:** ث. ويچار - ڌيان - پهه.

**گوتَمَ:** اسم خاص (سن) ٻڌمت جو باني هڪ مشهور درويش.

**گوتو:** ذ (ع: غوط) ٽٻي.

**گوتا کائڻ:** ٽٻيءَ ۾ پوڻ. ٻڏتر ڪرڻ. سوچ ويچار ڪرڻ. دل من هڻڻ. پورپچائڻ.

**گوتنات:** ث. بهاني بازي - آنا ڪاني.

**گوتنات ڪرڻ:** ٽنائڻ - بهاني بازي ڪرڻ.

**گوتو:** ذ. سون يا چانديءَ جي ڪلابت. جيڪا ڪپڙي جي ڪناريءَ تي پرڻ ۾ ڪم اچي.

**گُوٿ:** ذ. ضد - هوڏ - نٿرپائي - ڪج بحثي.

**گوپُ:** ذ. ڳنوار. ڌنار - ڌڻ وارو.

**گوپ اشتمي:** ذ. هندن جو هڪ ڌرمي ڏينهن، جنهن تي ڍڳين جي ڳچين ۾ گُلن جا هار وجهن.

**گوپانگُ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**گوپِي:** ث (سن) ٻانهي - نوڪرياڻي. خدمتگارڻ. چيلي - شيوادارڻ.

**گوپي چَندن:** ذ. پيلي رنگ جي مٽي، جيڪا هندو نرڙ تي تلڪ هڻڻ ۾ ڪتب آڻين.

**گوجَ:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم (بنا چِلرن).

**گوج چڏڻ:** ڊاڙون هڻڻ - لاف زني ڪرڻ - ٻڏڻ.

**گُوجاڙ:** ذ. ڍير - ڍڳ - سٿو.

**گوجرو:** ذ. ڳاڙهيرو (ڪپڙو).

**گوجرِي:** ث. راڳڻيءَ جو هڪ قسم. زيور جو هڪ نالو. ڪتڪ جو هڪ قسم.

**گوچارَ:** ث. ترم پٽ جو اُتريون الهنديون پاسو (جنهن تي اُس نه پوي).

**گودِ:** ث. جهولي. دامن. پاڪر.

**گود وٺڻ:** جهوليءَ ۾ وٺڻ. ٻئي ڪنهن جي ٻارڪي پنهنجو اولاد بنائڻ.

**گُودَ:** ث. ٻڇڙي عورت - ڇنال.

**گُود گڏه:** ص. بدچال. بيحيا.

**گودڙُ:** ذ. پراڻو ۽ ڦاٽل ڪپڙو. ڦاٽل ۽ پراڻي رلي. رَلي. پراڻي ۽ ڦاٽل سوڙ. پٿراڻي وغيره.

**گودڙو:** ذ. ٻن ديورن جي وچ وارو زمين ٽڪر.

**گودڙي:** ث. چتين لڳل پهراڻ. چتين لڳل ڪفني (فقيرانو ڏگهو چولو). ڦاٽل ۽ پراڻي رلي. ليڙون ٿيل ڪپڙو.

**گودڙي پوش:** ص. رليءَ ويڙهيل فقير.

**گودڙيو:** ص. گودڙي پوش (فقير، درويش). فقيرن جو هڪ گروه

**گودو:** ذ. ڪيسو - گيدو.

**گودي:** ث. جهاز يا ريل گاڏي مان مال لاهڻ وارو ڊڪو.

**گوڏو:** ذ. مٿارو گابو. ٿلهو جوان.

**گوڏ:** ث. چيله کان هيٺ گوڏن تائين ٻڌڻ جو ڪپڙو - لانگوٽو.

**گوڏ ٻڌڻ:** لانگوٽو ٻڌڻ.

**گوڏ لاهڻ:** بيحيا بنجڻ.

**گوڏر:** ص. گوڏ ٻَڌل. گوڏ ٻڌندڙ.

**گوڏو:** ذ. ٽنگ جو هڪ سَنڌ (ران ۽ ٻڪي کي ڳنڍڻ وارو سَنڌ) - مُوءِ.

**گوڏا ٻيڪڙڻ:** گهڻو وقت نه ترسڻ - دير نه ڪرڻ.

**گوڏا پيچي ويهڻ:** پلٿي ماري ويهڻ - دوزانو ويهڻ.

**گوڏا ڇَنڇڻ:** ويهجي وڃڻ - هلڻ ڦرڻ کان لاچار ٿيڻ.

**گوڏا ڪوڙڻ:** بي طاقت ٿيڻ. هارمڃڻ.

**گوڏن ڀرِ:** ظ. ڪِريل - ذليل. هيٺو. ذڪيل. بيحال.

**گوڏن ڀر ڪِرڻ:** گوڏن سان رڙهي هلڻ.

**گوڏن تائين گچڻ:** ڏاڍو گنهگار ٿيڻ. وڏي قرض ۾ ونجڻ.

**گوڏو کُپڻ:** موقعو ملڻ- وجھہ ملڻ. داءُ لڳڻ.

**گوڏو هڻڻ:** ضد ڪرڻ. رنڊڪ وجھڻ.

**گوڏي هيٺ رکڻ:** لاغرض ٿي ويهي رهڻ. دٻائي ڇڏڻ. ويچار ۾ نہ آڻڻ.

**گوڏي مان پُٽ جمڻ:** تيار مال ملڻ. مفت ۾ ڪم ٿيڻ. اڻ ٿيڻي ٿيڻ.

**گوڏيو:** ذ. اُن ۾ گوڏن ۾ پٽال گھنگھرو.

**گوڊِ:** ث. جانور جي آلت.

**گودو:** ص. ڏڳهن آنورن وارو جانور.

**گودوال:** ث. گهٽن سُرن واري سٽ.

**گورَ:** ث (ف) قبر- خد. لوڙهَ.

**گورستانُ:** ذ. قبرستان- مقام.

**گورڪَن:** ص. قبرون کوٽيندڙ.

**گورُ:** ذ. جهنگ ۾ ڇڙواڳ چرندڙ جانور (چوپايو مال. وهٽ). (ص) ڇڙواڳ.

**گُور اچڻ:** ڇڙواڳ ٿي. حياءُ ادب ڪا نہ ڪرڻ.

**گورا گل:** ث. ڇت تي پکن لوڙن مٿان پٿري گاري جو ڳو.

**گوراٽُ:** ذ. مانگرمڇيءَ جو هڪ قسم.

**گورانيو:** ذ. ڏيڻ جي ٽاهڪڻ واري حالت.

**گوراڙو:** ذ. نانگ جو هڪ قسم (ڪثرٿر ۾ ٿئي).

**گوربَندُ:** ذ. اُٺ جو هڪ سنج (چم جي پٽي. جيڪا ڪجائي يا پاکڙي جي جهل لاءِ اُٺ جي ڇاتيءَ وٽ ٻڌ جي).

**گُور باڻي:** ذ. گُروءَ جي چيل ڳالهين جو ڪتاب- باڻي.

**گورچاڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**گورخَرُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- جهنگلي گڏه.

**گورَسي:** ث. پونواري- خبرچار- سار سنڀال.

**گورَشُ:** ث. اُتسه- سرگرمي- چاهہ- شوق.

**گورکُ:** ذ. جوڳي فرقي جو هڪ ساڌو (گورک ناٿ). ضلعي دادوءَ ۾ هڪ جبل. هڪ قسم جو ڪُلف (يا رانديڪو جيڪو ڇئن پنجن حصن ۾ هوندو آهي جيڪي پاڻ ۾ ملائڻ ڏکيو ۽ مونجهاري وارو آهي).

**گورکُ ڌَندو:** ذ. ڏکيو ڪم. مونجهاري وارو معامو. منجهيل مسئلو.

**گورکناٿُ:** ذ. ناٿ پنٿي جوڳين جو وڏو گُرو (جنهن جو آستان گورک جبل جي اُتاهين چوٽيءَ تي هو).

**گورکو:** ذ. نيپال جو رهاڪو- نيپالي.

**گورمي:** ث. ٻُڪڙهي جوڙ.

**گورنر:** ذ (انگ) صوبي جو وڏو عملدار.

**گورنر جنرل:** ذ. گورنرن مٿان وڏو حاڪم- حاڪم اعليٰ.

**گورنري:** ث. گورنر جو عهدو.

**گورنمينٽ:** ث (انگ) حڪومت- سرڪار. حڪمراني.

**گورنيس:** ث (انگ) ٻارڪي تعليم ۽ تربيت ڏيندڙ عورت- خاتون اتاليق.

**گورو:** ص. ڳورو. سهڻو. ڀورو (رنگ). يورپ جو رهاڪو- يورپين. (ذ) ٻادام جو مغز. ناريل جو ڳپ. پينسل جو گورو.

**گورو ڪڍڻ:** ٻادامين جو مغز ڪڍڻ. ناريل جو ڳپ ڪڍڻ. ڇوڏو لاهڻ.

**گوري:** ص. اڇي (ڀوري رنگ جي)- ڳوري. سهڻي. (ث) رواجي گولي.

**گوريلو:** ث. هڪ قسم جو وڏو پولڙو. رڇ جو هڪ قسم. باندر.

**گوريلا ويڙهہ:** ذ. لڪ ڇپ ۾ هٿيار بند ويڙهہ.

**گوڙ:** ث. ڪڪرن جي گجگوڙ. شينهن جي گاج. مست اُٺ جو آواز.

**گوڙُ:** ذ. هل- شور- ٻڙ. وڏو آواز. ڌمچر. هنگامو.

**گوڙ ڪرڻ:** هل ڪرڻ. هنگامو ڪرڻ.

**گوڙگبوڙ:** ذ. ماڻهن جي هجوم جو آواز. هل هنگامو.

**گوڙ گهمسان:** ذ. هل هنگامو. ماڻهن جو گهٽ ۽ انهن جو ڳالهاءُ.

**گوڙجڻ:** م. زمين آلي ٿيڻ- گهم ٿيڻ. گِهم يا پوسل سبب خراب ٿيڻ.

**گوڙُو:** ذ. اجيو هل ڪندڙ.

**گوڙو:** ذ. منگرمڇيءَ جو هڪ قسم.

**گوزُ:** ذ (ف) ٽُٽ- ريحَ.

**گوز ڇڏڻ:** ٽٽ ڏيڻ. اجايون ڳالهيون ڪرڻ. بيهوديون ڳالهيون ڪرڻ. ٻٽ ڪون هڻڻ.

**گوزُو:** ص. سُست. ٽڪ- عاجز.

**گُوزي:** ص. ٽٽ ڏيندڙ. اجايون ڳالهيون ڪندڙ.

**گوساٽو:** ذ. وَل جو هڪ قسم.

**گوسرُ:** ص. گوسڙو- ٽٽ ٽيندڙ.

**گوسڙُو:** ص. گُس ٽيندڙ. لاڳيتو نہ ايندڙ. پابنديءَ سان حاضر نہ رهندڙ- ٽٽ ٽيندڙ (ملازمت وغيره کان).

**گُوسفَندُ:** ذ (ف) گهيتو. ٻَڪَرُ.

**گوشُ:** ذ (ف) ڪَنُ.

**گوشاڙنّ:** ڪَن مروڙ ڪرڻ. ڌمڪي ڏيڻ.

**گوش گذار:** ص. ڪن ڏيڻ ۾ پهچندڙ. ٻڌائيندڙ.

**گوش گذار ڪرڻ:** ڪن تي وجهڻ. آگاهه ڪرڻ. عرض ڪرڻ.

**گوش گذاري:** ث. فريد- ڏانهن. خبر- چاڻ- اطلاع.

**گوش ڪرڻ:** ڪن ڏيڻ. ڌيان سان ٻڌڻ. احتراض ڪرڻ- پاسو ڪرڻ.

**گوشانتو:** ڪڙ پاسي ڪنڊ- ڪنڊ پاسي تي. هڪ پاسي- ڪنڊ ۾- خلوت ۾. اڪيلو- اڪيلائي ۾. ڳجهو- لڪل- مخفي.

**گوشتُ:** ذ (ف) ماس- ماس- لحم.

**گوشمالي:** ث (ف) ڪَن مهٽَ. سيکت- سزا. تنبيه- جهڻڪ.

**گوشماهي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**گوشو:** ذ (ف) ڪنڊ. پاسو.

**گوشو ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ- پري ٿيڻ. ٽري وڃڻ- ٽارو ڪرڻ.

**گوشي گذجڻ:** ڪنڊ پاسي ۾ ملڻ- خلاصي ڪچهري ڪرڻ.

**گوشو:** ذ. نوشو- مک.

**گوشواره:** ذ (ف) ڪَن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. حساب ڪتاب جو مختصر. گوشوارو- پوٽاميل.

**گوشهُ:** ذ (ف) ڪنڊ. پاسو- طرف. ڪنارو. اڪيلائي. خلوت.

**گوشه عافيت:** ذ. امن امان وارو هنڌ.

**گوشه نشين:** ص. خلوت نشين- اڪيلائي پسند.

**گوشه نشيني:** ث. تنهائي- اڪيلائي.

**گوشي:** ث. اهي ميڻهين جنهن جي سڱ مٿي ڪان ڪَن ڏانهن وريل هجن.

**گوڪَ:** ث. ڦٽ لعنت. مهڻو. ڏوراپو.

**گوڪَ:** ذ. وڏو ءِ سٿو پڪل بير- ڪيرولي بير.

**گوڪُلَ:** ذ (سن) ڏڳين جو ڌڻ.

**گوڪي:** ث. عورت- ناري.

**گوڪرو:** ذ. ڳنڊ- ڪچرو- مير.

**گوڪڙو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جو ٻج ٽڪنبو ٿئي)- ٽڪنبري.

**گوگاني:** ث. ڳڙهين مرچن جو ڪ قسم.

**گوگڙو:** ذ. وڏو جو ڏينو.

**گوگُڙو:** ذ. هڪ قسم جو اوپڙ (ياجيءَ طور ڪم اچي)- شلغم.

**گوگهاٽُ، گهوگهٽُ:** ذ. زور تڪو آواز- گهوگهاٽ.

**گوگهرو:** ذ. سمهڻ دوران نڙيءَ مان نڪتل آواز- کونگهر.

**گوگهو:** ذ. گهيتو- گهوگهو.

**گوگهيتو:** ذ. ڪچ ڪوڏي.

**گولُ:** ذ. دائرو- گهيرو. گردو- چڪر- ڦيرو. (ص) گولائيءَ ۾- ڦيرائون- چڪردار.

**گول مولُ:** ص. ٿلهو متارو. منجهيل. مبهم.

**گول مول ڪرڻ:** منجهائي وجهڻ. هضم ڪرڻ- خردبرد ڪرڻ.

**گولُ:** ذ (انگ) فوٽ بال يا هاڪي راند ۾ ميدان جي پاسن ڪان نهيل پڃرو (جنهن ۾ بال وجهڻ سان راند پوري ٿئي.)

**گولائي:** ث. ڦيراٽي- ڦيري. بازولي.

**گولاڙو:** ذ. ٻانهو- غلام. نوڪر. هڪ قسم جي ول ءِ ان جو ڦلُ (جيڪو ڳاڙهي رنگ جو ٿئي ءِ دوا طور ڪم اچي).

**گولائون:** ص. گولائيءَ وارو. چوڦير- چؤطرف.

**گولائي:** ث. دور- چڪر- گهيرو. ور- ڏنگائي.

**گولَپَ، گولپو:** ذ. ٻانهپ- غلامي. خدمت- چاڪري- ٽهل.

**گولچي:** ث. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**گولد:** ذ (انگ) سون- طلا.

**گولڊن:** ص. سونهري. سون وارو- سونو.

**گولڙو:** ذ. سرمي رکڻ جي ٻتل جي ڪپي- سرميداني.

**گولو:** ذ (ف) ڪا به گول شيءِ. گول. پٿر يا لوهه جو گولائيءَ ۾ ٺهيل ڳوڙهو (توف ۾ وجهي اُڇلائڻ لاءِ). ڌرتيءَ جو گولو. (سن) خريد ڪيل خدمتگار- ٻانهو- غلام. نوڪر- چاڪر.

**گوله باري:** ث. توف مان گولا اُڇلائڻ. لاڳيتو گولن جو وسڪارو.

**گولوچن:** ذ. ڍڳيءَ جي پيشاب مان نڪتل پيلي رنگ جو مادو.

**گولو غلام:** ذ. ٻانهيءَ جو ٻار- حُڪم جو ٻندو.

**گولي:** ث. شيهي يا لوهه جو گول چٽو (بندوق، پستول وغيره ۾ وجهڻ لاءِ.) دوا جي ٽڪي- حَبُ. ٻاراٽي راند لاءِ شيشي جو چٽو- بلور. ٻانهي- غلام.

**گولي ڏيڻ:** ختم ڪرڻ. گم ڪرڻ- چوراڻڻ.

**گولي کائڻ:** چوٽ کائڻ. نقصان سهڻ. دوا جي ٽڪي کائڻ.

**گولي کهاگهائي:** نڪ جهلي ٽٻي ءِ هڻڻ جي حالت.

**گوليمار:** ث. نشان چٽڻ جو هنڌ.

**گوماٽيل:** ص. موڳو- منجهيل.

**گومَاندرُ:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**گومتي:** ث.مينهن جو هڪ قسم.

**گومڙي:** ث.جوئر جو سَنگ.

**گومُکي:** ث. جپ مالها- تسبيح- سُمرني. ٻانہن جي بکيا وجهڻ جي ڳوٿري.

**گومَگو:** ث(ف) شڪ شبهو- وسوسو. پيش پيش.

**گوَن:** ث. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**گُون، گُون:** ذ(ف) رنگ- وَرن. روش- ڍنگ. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ لفظ (لالہ گون. گُلگون وغيره).

**گُوناگُون:** ص(ف) رنگارنگي. طرحين طرحين- قسمين قسمين.

**گُونبَٽُ:** ذ.ڏيگيءَ جو ٿوهو. ٻيڙيءَ ۾ اندر گهريا جاءِ.

**گُونبو:** ذ.وڏو ڳنڍو- ڳوڙهو.

**گونٽَ:** ذ.ڳپ- مغز- گورو.سَت- عرق- جوهر.

**گونٿو:** ذ.سيم يا زريءَ جي پانَڪ.

**گونٽي:** ث.گؤنج- مُڪڙي- ڪلي.

**گُونٽَ:** ص.ميرو- گدلو- ڏوڙيڪليو.

**گُونجَ:** ث.پڙاڏو- پڙلاءُ.آواز.

**گُونجارَ:** ث.گُونج.

**گُونجاري:** ث.بلا جو هڪ قسم.

**گُونجَڻُ:** م.چئني پاسي آواز ٿيڻ.آواز جو ڦهلجڻ. پڙاڏو ٿيڻ.

**گُوندَرُ:** ذ.وڇوڙو- فراق- جدائي. جدائيءَ جو غم. ڏکُ- غم.

**گُوندر جو گهيرو ٿيڻُ:** مصيبت جو مينهن وسڻ. چنتا ٿيڻ.

**گُوندر گُمائڻ:** ڏک وسارڻ- غم غلط ڪرڻ.

**گُوندر وَلِ:** ث.وَل جو هڪ قسم، جيڪا پاڻيءَ تي ٿئي.

**گُوندريو:** ص.فڪرمند- اونائتو. خبردار- هوشيار- سُچيت.

**گوندڙي:** ث.جوئر جو هڪ قسم.

**گُوندو:** ذ. ڪپڙي جا ٻه پاسا ٻڌي ناهيل جهولي. جهول- ڪانيو. ڪيسو. ننڍن ٻچڙن بند ڪرڻ يا پورڻ جي واڙ.ڳوٺ جي پرواري ٻني.ڳوٺ جو گس.سوڙهي جاءِ.

**گُوندي مان نڪرڻ:** اُڪريءَ مان نڪرڻ. اڪوڙجڻ. ڊانوانڊول ٿيڻ.

**گُوندي:** ذ.ڪوڏ (سامونڊي جيت).

**گُونڊَ:** ث.وَڄت جو هڪ قسم.

**گُونڊاڙڻ:** م.ڪنڊيرڻ- ڦلهورڻ.مُنجهائڻ (سٽ).

**گونڊي:** ص.پٽرڻڪيندڙ- سَلاوٽ.

**گونر:** ذ.ڪچي شاخ.

**گونرجَڻ:** ڪوڙجڻ- ڏمرڻ- چڙڻ.

**گونرَڻ:** م.گيرڪرڻ- گِرڻ.گُڙڻ.

**گُونرو:** ذ.ڪنواٺ.

**گُونگائي:** ث.بي زباني.ماٺ- خاموشي.

**گُونگِڙو:** اسم خاص. سنڌو نديءَ جي بدين ۾ نئين لڳ هڪ قديم شاخ جو نالو. (ص) ڏنگو- ورڪڙوارو.

**گُونگو:** ص.ڳالهائي نہ سگهندڙ- بي زبان.ماٺ چُپ. (ث.گونگي).

**گونگو ٻوڙو:** ص.بيوس- لاچار.عيبن هاتو.

**گونگِي گانءِ:** ص.نہ ڪڇندڙ.ٿورو ڳالهائو.مانيتو.

**گُونهُ، گُونَهن:** ذ. انسان جي پيٽ مان نڪتل پاخانو- ٿورو- ڪرفتي.

**گُونه ڪرڻ:** هنگڻ. بدنامي جهڙا ڪم ڪرڻ. نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ.

**گونه کائڻ:** ڪوڙ ڳالهائڻ. بڪڻ.گِلا ڪرڻ.

**گُونه مانا ٿاڦڻ:** تمام بڇڙو ٿيڻ. هوش ڪان نڪرڻ. چرين واري حالت ٿيڻ.

**گُونه مُٽُ ڪڍڻ:** نهايت خدمت ڪرڻ.تيمرداري ڪرڻ.

**گُونه مُٽ گڏ ٿيڻ:** پريشان ٿيڻ.دربدر ٿيڻ.هلاڪ ٿيڻ.

**گُونه ۾ لٺيون هڻڻ:** خوامخواه خرابي پيدا ڪرڻ.

**گُونهاندِي:** ث.ڦڏو- رَڏي.اجايو ضد- بحث.جٺ.

**گُونهاندي ڪرڻ:** اجايو ڦڏو ڪرڻ.نهيل ڪم ۾ رڪاوٽ وجهڻ. ضد ڪرڻ.

**گُونه خور:** ذ.ڍونڊ کائيندڙ هڪ قسم جو پکي- مردار خور.

**گُونهَٽُ:** ذ.لوہ جو ڪَس- زنگ.

**گُونِي:** اسم خاص.ڦليلي ڦاٽ جو "لاڙ" ۾ نالو.

**گُونِي:** ص.آباد- وَسندڙ.

**گونِيا:** ث.واڍڪيءَ راز ڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**گُونِي ڪُنڊَ:** ث.جاميٽري موجب نوي درجن واري ڪنڊ.

**گُوتو:** ص.بيهوش (ڏک لڳڻ سبب)- بي سُڌيتو.

**گوهَرُ:** ث.ڏڳين مينهن چوپائي مال جو گڏيل ڌڻ.

**گوهري:** ص.ڏڳيون چاريندڙ- ڳنوار- ڏنار.

**گوهَرَ:** ذ (ف) موتي. مانڪ. جوهر. هيرو. ڪو بہ قيمتي مٺيو منڪو.

**گوهر افشان:** ص.موتي وسائيندڙ.سهڻي گفتگو ڪندڙ.

گوهرُ: ذ.گوهيون ڏيندڙ.گسائيندڙ-گوهي ڪندڙ.
گوهَري: ص.جوهري- جواهري.هيرن موتين جو پارکو ۽ واپاري.
گُوهَڙُ: ذ.گونه خور (پکي).
گُوهڻ: م.دٻي وجهڻ- ڦڻ.زور سان چڪڻ.
گُوهُو: ذ. ٿڻن مان نڪتل کير جي ڌار.گؤنچ مان نڪتل ڪچڙي ناري.
گُوهو ڪڍڻ: کير ڏهڻ.
گُوها وڻڻ: فائدو وڻڻ.
گُوها هڻڻ: کير جون سيڙهون هڻڻ- وات ۾ کير جا گوها جهلڻ.
گُوها ياد پوڻ: سُک ياد پوڻ.جذبا اُٿڻ.
گوهي: ث.پچڻ واري لوه- گُهت- گهمتاڙي.رولو- ڦيرو.
گوهي ڪرڻ: ڦيرو کائڻ.پاڻ بچائي پچي وڃڻ.بهانو ڪري نٽائي وڃڻ.اٽڪل سان پچي وڃڻ.
گوهيون کائڻ: گهتون هڻڻ.لغڙ جون قلابازيون کائڻ.
گوهيَر: ص.گُوهي ڪندڙ.گسائيندڙ.
گُوهيو: ص.نافرمان- بي چيو- ڪپوت.بدلچتو- بيشرم.
گوءِ: ث. چوگان ۾ ڪتل ڪاٺ جي ڪلي (جيڪا گهوڙي سوار تيز گهوڙو پجائيندي ڏگهو ڇهنبيارو نيزو ڇُپائي ڪلي ڪني وني). بازي- شرط.حتي يا چلم جي نڙاندي.
گوءِ ڪڻڻ، ڪڻڻ: مقابلي ۾ سوڀ ڪرڻ.بازي ڪڻڻ- شرط ڪڻڻ. سرسي ڪرڻ.
گُوءِ: ث. ڳالهائڻ جي طاقت- قوت گويائي.زبان- ٻولي- ڀاشا. ذڪر-گفتار-ڳالهاءُ.
گوئند: ذ.ڪؤنر.
گويا: ص(ف)ڳالهائيندڙ.(ظ)مثل- جهڙو- هوبهو.غالباً.چڻ.
گويا گفتار: ث. ڳالهه ٻولهه- گفتگو. چؤٻچؤ. چؤٻولو. رهاڻ- ڪچهري.
گويائي: ث(ف)ڳالهائڻ جي طاقت.گفتار.ڳالهه ٻولهه.
گوٻو: ص.ڳائٽو.وڏو ڳائٽو- ڪلونت.
گهَ (ث)، گهُ: ذ.رڏي- سند.نابري.نٽائڻ لاءِ بهانو.نٽرپائي.گوهي.
گهه پهه: ث.ڏاندل-رڳڙو-ڪٽ ڦٽ.
گُهه ڪرڻ: رڏي ڪرڻ-اڙي ڪرڻ.ضد ڪري ويهي رهڻ.
گهه گوٽ: ث.گوٽناٽ-نٽاءُ.
گهه گير: ص. ڪم ۾ گهل ڪندڙ-گسائو.
گهُ: ذ.ٽاٽيل مکڻ-گيه.

گهُ جو گهڙو: ص.بردبار- تحمل وارو.نرم دل.
گهپي، گهوپي: ث. ڪنڪل- ڪرڪر-ڪٽ پٽ.بحث- رڳڙو- ڏاندلي.ريڙهه پيڙهه.
گهپي ڪرڻ: اجايو رڳڙو ڪرڻ.ڪٽ پٽ ڪرڻ.ريڙهه پيڙهه ڪرڻ.
گهه پيهه: ث. ڪلهي کس مجوم جي سوڙهه.
گهجڻ: م.بي شيون پاڻ ۾ گسڻ- رهڙجڻ.
گهر: ث.گهل- سستي.
گُهَر: ث.اُٺ جي هڪ سنج جو نالو.
گُهرُ: ذ(ف)گوهر.موتي- متيو.
گهرائي: ث. اونهائي.گهاٽائي (رنگ جي). ويجهائي (دوستي يا مائٽيءَ جي).
گهَرڻُ: م.گهلڻ.ريڙهڻ- سيرڻ.
گهرو: ص. اونهو- عميق- اٿاهه. گهاٽو (رنگ). ويجهو (عزيز، دوست) (ث.گهري).
گهرو ٿيڻ: خجت ڪرڻ.
گهري ننڊ: ث.گهاٽي ننڊ-ڏاڍي ننڊ.
گهڪو: ذ.زور سان گاٺ- رهڙو.مهٽو- رهٽو.گسڪو.ڪونڊي ۾ پيل شيءِ کي ڏنڊي سان رهڙو.
گهڪا ڏيڻ: زور سان گسائڻ. رهڙا ڏيڻ. وڏ وجهڻ (ڪاني وغيره سان).
گهڪيرُ: ذ (ف) ان سيکاريل گهوڙو. (ص) گهه ڪندڙ- اهڙ (وهٽ).نٽائيندڙ.بهاني باز.سرڪش(گهوڙو).
گهلُ: ث. گهلڻ جو ڪم. چڪ. ڍر. سستي. دير. اينگهه- ديگهه، ريڙهه پيڙهه.
گهل سهل: ث.سيڙابو.ريڙهه سيڙهه.
گهل گهلان: ث.چڪتاڻ.
گهل گينداڙ: ث. چڪتاڻ.ريڙهه سيڙهه.ريڙهه پيڙهه.
گهلڻُ: م.ريڙهڻ. چڪڻ.گهرڻ.گڏ وني وڃڻ.
گهلي وڃڻ: زوري وني وڃڻ. چڪي تاتي وني وڃڻ. ڪاهي وڃڻ.
گهمڻُ: م.گسائڻ.رڳڙڻ.رهڙڻ.مهٽڻ.گاٺ ڪرڻ.گهڪو ڏيڻ.
گهمي: ث.گهڪو-رهڙو- مهٽو.
گهميون ڪڍڻ: مار ڏيڻ.پريشان ڪرڻ.سيکت ڏيڻ.
گهوارو: ذ(ف) پينگهو- جهولو- لوڏ.
گهي: ث.اِيس جي چيڙيو وارو حصو- چوڙ.
گُنات: ذ.بيپرواهي.مستي.مغروري.

**گئس:** ث (انگ) دونهون. ٻاڦ. هڪ قسم جي معدنيات.

**گئُو:** ث (سن) ڳئون - ڏڳي - ڳانءِ.

**گئُوشالا:** ث. ڳئن جو واڙو - ڳواڙي.

**گئُو هَتيا:** ث (هندن ۾) ڳئون کي مارڻ يا ڪُهڻ جو پاپ.

**گئُون:** ظ. گُم - غائب - لوپ.

**گئون ڪرڻ:** گُم ڪرڻ. غرق ڪرڻ. ناس ڪرڻ.

**گئُونڄ:** ذ. وڻ يا ٻوٽي جا تازا نڪتل پَنَ.

**گئِي گُذري:** ظ. ويل وقت - گذريل واردات.

**گيَات:** ذ. ڄاڻ - پروڙ. علم - وديا - گيان. سمجهه - ادراڪ.

**گيَارَس:** ث. چنڊ جي يارهين تاريخ.

**گيَالي:** ث (ف) ننڍڙو غاليچو.

**گيَانُ:** ذ (سن) علم - ڄاڻ - وديا. عقل. داناائي. معرفت جو علم.

**گيَان چڪر:** ذ. علم جو دائرو.

**گيَاني:** ص. عقلمند - داناءُ. عالم. عارف. فلاسفر.

**گيَاهُ:** ذ (ف) گاهُ.

**گيتُ:** ذ. ڳانو - راڳ - نغمو - سرود. شعر - نظم.

**گيت ڳائڻ:** تعريف ڪرڻ - ساراهڻ.

**گيتا:** اسم خاص (سن) هندن جو پوتر نظم. مهڀارت جنگ ۾ ڪرشن مهراج ۽ ارجن پانڊو جي وچ ۾ سوالن جوابن وارو ڌرمي ڪتاب.

**گيتاولِي:** ث. گيتن جو ڪتاب - ڀڄن منڊ.

**گيتلو:** ذ. جتي - جُتو - پادر.

**گيتِي:** ث (ف) دنيا - جهان - جڳت - سنسار. زمانو.

**گيتِي آرا:** ص. دنيا کي سينگاريندڙ. نهايت سهڻو.

**گيتِي آفرين:** ذ. دنيا کي پيدا ڪندڙ - خدا تعاليٰ.

**گيتِي پناه:** ص. دنيا کي پناهه ڏيندڙ - بادشاهه.

**گيٽ:** ذ (انگ) وڏو دروازو - ڦاٽڪ.

**گيٽ اَپ:** ث (انگ) ڪتاب جي ٺاهڻي.

**گيچَڻُ:** ذ. ٻَرون - چاني.

**گيدڙي:** ص. گدڙن جو شڪار ڪندڙ. ميراءِ چنل ڪپڙا ڍڪيندڙ. گدلو - ميرو.

**گيدو:** ذ. کيسو - جيب.

**گيدُوڙو:** ذ. "گيدوڙي" وڻ جو ڦر - ليسوڙو.

**گيدوڙِي:** ث. هڪ قسم جو وڻ (جنهن ۾ گيدوڙا ٿين).

**گيدِي:** ص (ف) بي غيرت. ڀڙوو. بزدل - ڪائر. بي همت.

**گيدِي گَهڻُ:** چاپلوسي ڪرڻ. بيگر وهڻ.

**گيرَ:** ث. ڪتي جي آهستي هلڪي ڀونڪ. ڏڙمي - چڙب.

**گيرَ ڪرڻ:** ڪتي وانگر وڙهڻ. ڀونڪي وڙهڻ.

**گير مارڻ:** ويڙهه ڪرڻ. فساد ڪرڻ.

**گير:** ذ. گينر - ڏمو. "گيئر".

**گِير:** ص (ف) وٺ - جهل - پڪڙ. اسم سان ملي فعل جي معني ڏيندڙ لفظ (جيئن عالمگير. دستگير وغيره).

**گيرائي:** ث. بيهوشي. ساڻائي. مندائي. ننڊ جو خمار. نشي جو وڪر.

**گيرَبُ:** ذ. غرور - هٺ - گهمنڊ - تڪبر.

**گيرَڻ:** ث. ترم گذ تيل تيل. سٽپ. ميرو وغيره.

**گيرجَڻ:** م. ڪوهه مان نارڦيراٽي پاتي ڪين.

**گيرو:** ص. نشي ۾ خطا. خماريل. ننڊاکڙو. ڳهريل.

**گيرو:** ص. جيڪو يا جهڙو جو ماهر - جهاٽو. نشر - موڏي.

**گيريزَن:** ث. (انگ) قلعي جي فوج. فوج جو مخصوص حفاظتي دستو.

**گيڙَ:** ث. نارکي هڪڙو گهمرو ڦيرو ڏيڻ جي حالت.

**گيڙُ:** ذ. خيال - پور - ويچار.

**گيڙَڻُ:** م. هرلي يا نارکي ڦيرو ڏيڻ.

**گيڙو:** ذ. نار يا هرلي کي گهمرو - ڦيرو. ٻيڙيءَ کي لهوارو ڦيرو.

**گيڙُو:** ذ. هڪ قسم جي ڳاڙهي مٽي. جنهن سان جوڳي ڪپڙا رڱين. هڪ قسم جو رنگ - ليري رنگ.

**گيڙو:** ص. ٻاتو - هَڪڙو.

**گيسَ:** ث. گيسي - ريڙهي. آڻ ميڻ.

**گيسَ گيسَ ڪرڻ:** ٻئي جي هٿ جي ترىءَ ۾ آڱر گسائڻ (چيڙائڻ لاءِ).

**گيسمارو:** ذ. ٻورهيو. ٺهل - چڪري.

**گيساتو:** ذ. رهڙ. گات جو گهڪو.

**گيسا تا کائڻ:** ڏک ڏسڻ - عذاب سهڻ. تڪليف واري زندگي گذارڻ. منٿون ڪرڻ.

**گيسَٽُ:** ذ. گيس - ريڙهي. (انگ) مهمان.

**گيسٽ هائُوس:** ذ (انگ) مهمان خانو.

**گيسر:** ص. گيسيون ڪندڙ - ريڙهيون پائيندڙ.

**گيسَرَ:** ث. دِرَ - سستي - دير - اوير. سيڙاپو.

**گيسَر ڪرڻ:** دير ڪرڻ. سستي ڪرڻ. ڍرائي ڪرڻ.

**گيسراٽ:** ذ.گيسي- عاجزي- نيزاري.

**گيسرائڻ:** م.گيسي ڪرڻ.ٿال مٿول ڪرڻ- ٽائڻ.

**گيسَرڻُ:** م.گيسيون ڏيئي رڙهڻ.گيسر ڪرڻ.

**گيسريو:** ص.گيسر وارو- سُست- ڪاهل.

**گيسُو:** ذ (ف) عورتن جا ڊگها وارَ- زلف- ڪاڪُلَ.

**گيسُودراز:** ص.وڏن وارن وارو.

**گِيسِي:** ٿ. ريڙهي. عاجزي ڏيکارڻ لاءِ زمين تي ٻنهي ڪوڙي رڙهڻ. پڇتاءُ.اُٺ جي پٽڙي ٽيڪ.

**گِيسِي ڪرڻ:** زمين تي ويهي ريڙهي پائڻ. عاجزي ڪرڻ. پڇتاءُ ڪرڻ.توبه ڪرڻ.

**گيسَل پيسَل:** ص.گنل.تجربيڪار.

**گيگُ:** ذ.ڍونگ- مڪر.بهانو ڪري ڏٽ هڻڻ.

**گيگائڻُ:** م.بهانو ڪرڻ- ڍونگ مچائڻ.

**گيگمُ:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم (سوٽي ۽ پٽن وارو).

**گيگي:** ص.مڪريل- بهاني باز- ڍونگي.

**گِيلاني:** ص. عراق جي هڪ شهر "گيلان" سان منسوب.ساداتن جو هڪ پاڙو.

**گيلري:** ٿ (انگ) ديول، جاءِ يا ٿيٽر ۾ ويهڻ جي مٿاهين جاءِ- بالڪني.نگارخانو.

**گيلنُ:** ذ (انگ) پاڻياٺ ماپڻ جو هڪ ماپو.

**گيلو:** ص.مستانو- ديوانو- چريو.

**گيلي:** ٿ (انگ) ڪمپوز ٿيل مواد رکڻ لاءِ ڪاٺ جو خانو.

**گيمُ:** ذ (انگ) راند- بازي.

**گِيمُ:** ذ.گناه- پاپ- ڏوهه.

**گيمازُ:** ذ.وڏائي- هٺ- غرور.

**گيم واردَن:** ذ (انگ) جهنگلي جيوت جي بچاءَ ۽ تحفظ لاءِ مقرر عملدار.

**گِينُ:** ص (ف) ڀُر- ڀريل. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جيئن غمگين وغيره).

**گيندُ:** ذ.ريڙه پيڙه- گهل.

**گينداڙُ:** ٿ.پٽوڙ- چاچول- جهڳور.

**گينداڙڻُ:** م.پٽوڙڻ- چاچولڻ.جهڳورڻ.ڊونداڙڻ.

**گيندڙُ:** ذ.ٻراتو ڦٽل ڪپڙو.

**گيندو:** ذ.ڪيسو- جيب- گيدو.

**گيندِ:** ذ.نخرو- مستي- لاڏ.

**گيندَن:** ص.ٿلهو- موٽو- ڏينبو.

**گيندو:** ذ.هڪ قسم جو گل.هڪ قسم جو جهنگلي جانور.

**گيندو:** ذ.ارٽ تي ويڙهيل ڌاڳي مان نڪتل مُڇو.

**گيندي:** ٿ.هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ پٽ ۾ لڳل هڪ قسم جو ٿانءُ.

**گينگُ:** ذ.ٽولو- جماعت.

**گينگو:** ذ.معصوم- بي سمجهه- ننڍڙو ٻار.

**گينوارَ:** ٿ.خُمار (نشي جو).لاغرضي- بي پرواهي.سستي.غرور.

**گينوارجڻُ:** م.خمار ۾ اچڻ.نندا کڙو ٿيڻ.مست ٿيڻ (نشي ۾).

**گينواري:** ص.نشي ۾ چُور- مخمور.مست.نشئي.

**گينوارَل:** ص.ڏڏُ- جاهل.بي ڪمو- مُڏ.

**گيهَ:** ٿ.گهلَ- گيسر.

**گيهَ ۾ پوڻ:** تڪليف ۾ پوڻ.دنيادار ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

**گيهُ، گيهُ:** ذ.ٺاٺيل مکڻ- گهه.

**گيهَرُ:** ذ.مٺائيءَ جو هڪ قسم- وڏي ٿلهي جليبي.

**گيهَرن ۾ پوڻ:** خوشين ۾ گذارڻ.

**گيهَرڻُ:** م.گهلڻ- گهرڻ.

**گيهو:** ذ.پٽ تي گهلجڻ جو نشان- گهڪو.

**گيها ڪڍڻ:** ليڪا پائڻ.مار ڏيڻ.

**گيهَول:** ٿ.وَل جو هڪ قسم.جيت جو هڪ قسم.

**گيهي:** ص.گيهه جو واپاري.ماٿهوءَ جو نالو.

**گيئر:** ذ (انگ) انجڻ گاڏيءَ جو هڪ پُرزو (جنهن سان اسپيڊ گهٽ وڌ ڪجي).




**ڳ:** ث. اُچار ڳَي 'سنڌي "الف- بي" جو پائيتاليهون اکر.

**ڳاپُون:** ص. ڳپ وارو- ڪچي اَن وارو (سنگ).

**ڳاٽَ:** ذ. ڳچي- ڪَنڌ. ڳٽو.

**ڳاٽ اوچو ٿيڻ:** ڪنڌ کڄڻ. سرخرو ٿيڻ.

**ڳاٽ پرڻ:** دانهن ڪرڻ کان سو ءِ روئڻ- ڳريو ڪرڻ.

**ڳاٽ ڪٽڻ:** ڪنڌ ڪٽڻ- ڪنڌ مٿي ڪرڻ.

**ڳاٽو:** ذ. ڳاٽ- ڪنڌ.

**ڳاٽو ڀَڃڻ:** ڪنڌ ڀڃڻ. هٿ ڀڃڻ.

**ڳاٽي پر ڪرڻ:** ڪنڌ پر ڪرڻ. گهڻي نقصان هيٺ اچڻ.

**ڳاٽي ڀڳو:** ص. تمام وڏو خرچ. زبردست. متڪبر. ظالم. خوفناڪ.

**ڳاٽي ٽوڙ:** ص. ڪنڌ ٽوڙيندڙ- تمام وزني. تمام گهڻو خرچ.

**ڳاٽي لٿو:** ص. ڪنڌ لٿو- ڪنڌ ڀڳو.

**ڳاٽِي:** ث. ڪپڙي سان جسم کي ڍڪڻ جو هڪ نمونو (پوتي يا چادر جون ڪُنڊون ڪنڌ کان ورائي، ڪڇن کان ڪڍي ڪنڌ تي ٻَڌي ڇڏجن).

**ڳاڄُ:** ذ. ڳڻپ- شمار.

**ڳاڄ نہ ليکڻ:** شمار کان ٻاهر هئڻ. ٻتو نہ ملڻ.

**ڳاڄَڻُ:** م. شمار ڪرڻ- ڳڻڻ. اندازو ڪرڻ.

**ڳاچ، ڳاڄُ:** ذ. ڳيچ- گيت ڳائڻ (سهرا ۽ لاڏ).

**ڳاڏِي:** ث. نار، هرلي يا گهاٽي واري اهڙي بينڪ، جتي هڪلڻ وارو ويهي.

**ڳارُ:** ذ. ڳريل مٽي ۽ وانگريءَ ن.

**ڳارُ:** ذ. ڳارو- ڳاراتو. ڳريل.

**ڳاراٽي:** ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو.

**ڳاراڄو:** ذ. شادمانو- خوشي (جنهن ۾ ڳائڻ وڄائڻ ٿئي).

**ڳاراڄو ڪڍڻ:** سرگس ڪڍڻ.

**ڳارانجهو:** ص. ڳاڙهاڻ مائل- ڳاڙهسرو.

**ڳاراٽو:** ذ. جسم کي ڳاريندڙ مرض. جهوري- اُڪير. فرق. ڏک. وِڇل.

**ڳارائڻُ:** م. راڳ چوائڻ- ڳائڻ ڪرائڻ.

**ڳارائِي:** ث. ڇت جي ٻار جهڙو لاءِ شهتير جي مُنهن ۾ ڳنڍيل ڄهلو.

**ڳارڙو:** ذ. جاندار جو مُنهن. ڦاهي. (ص) ڳرڻ جهڙو.

**ڳارَڻُ:** م. رڃائڻ. وِگهارڻ. نرم ڪرڻ. هيٺو ڪرڻ (جسم). ضايع ڪرڻ.

**ڳارو:** ذ. ڀگهار- وِگهار- ڳُذار. نرمي. ڳاراتو- جهوري- ڳتي. ڪمزوري (بيماريءَ سبب). جَند جي مٿين پڙ وارو خال (جنهن ۾ اَن جي ٻَڪي وجهجي). ڳچيءَ ۾ وڌل ڪپڙو (منٿ ڪرڻ يا اَن مجي پيش پوڻ لاءِ). جانور کي ڳچيءَ ۾ وڌل رَسو.

**ڳارو ٻُجهڻ:** ڪنهن ڪم جوا ڪلاءِ نہ ٿيڻ.

**ڳارَن ۾ ڳارا پوڻ:** حدکان وڌيڪ سڪ لڳڻ.

**ڳارُو:** ص. جند ڳرندڙ- ڳرڻ جهڙو.

**ڳارِي:** ث. نوڙي- ڳچيءَ ۾ ٻڌل ٽوڙهو. ٻڪين ڦاسائڻ جو دام. ڦاهي- ڦندو. ٻيڙي پائڻ جو ڪاڄ.

**ڳاڙُ:** ذ. ڦڙو ڦڙو ٿي ٽمي ڳڏ ٿيل گهاٽي پاڻيٺ (پسايل وکريا آفيم). ڦڙو- ٽيپو.

**ڳاڙَڻُ:** م. ڦڙو ڦڙو ڪري هارڻ. ڳوڙها وهائڻ. عرق ڪڍڻ. اختصار ڪرڻ.

**ڳاڙو:** ذ. ٽيپو- قطرو. ڳريل آفيم جو پهو.

**ڳاڙئُون:** ص. ڳڙيل. ڳڙندڙ. ڦڙو ڦڙو ڪري ڳڏ ڪيل.

**ڳاڙِي ڇڏڻ:** نچوئي ڇڏڻ- ست ڪڍڻ.

**ڳاڙهَ:** ث. ڳاڙهاڻ- لالائي- سرخي.

**ڳاڙها:** ذ. جانورن جو هڪ قسم- ڳنجا.

**ڳاڙهاڻ، ڳاڙهائِي:** ث. سرخي- لالائي- شفق.

**ڳاڙهائڻ:** م. ڳاڙهسرو ٿيڻ. ڳاڙهو ڪرڻ.

**ڳاڙه ٿُهي:** ث. جوئر جو هڪ قسم.

**ڳاڙه ڳِلو:** ص. ڳاڙهن ڳلن وارو نوجوان (جنهن جي منهن ۾ رت جي لالائي ٿئي).

**ڳاڙهو:** ص. لال- سرخ. رَتو. ڳاڙهي رنگ وارو.

**ڳاڙهو ٿيڻ:** رت هاڻو ٿيڻ. رڇي ريٽو ٿيڻ. تپي لال ٿيڻ. ڪاوڙ ۾ يا لڄ ۾ منهن لال ٿيڻ. شادي ڪرڻ.

**ڳاڙهو ڳيرو:** ذ. ڀورل نوجوان- ڳڀرو.

**ڳاڙهو ڳٽول:** ص. ڳاڙهن ڳلن وارو. متارو- ٿلهو.

**ڳاڙهي:** ث. سرخ- لال- ڳاڙهي رنگ جي.

**ڳاڙهي ٿيڻ:** ٻوڪ جو پچڻ.

**ڳاڙهي:** اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو (جتي سنڌو نديءَ تي اڳاتو پتڻ هوندو هو).

**ڳاڙهيرو:** ص. ٿورو ڳاڙهو.

**ڳاڙهي سِجُ:** ظ. شفق جي مهل - نما شام جي وقت.

**ڳاڳا:** ذ. ڳاڳي ٻُول جو ڦر (جيڪو ڏٿ طور ڪم اچي).

**ڳاڳي:** ث. هڪ قسم جي ٻُول.

**ڳالھ:** ث. جملو - فقرو - ٻول. بيان. قصو - ڪهاڻي. داستان. قول. ماجرا - واقعو. احوال. نصيحت - نُڪتو. گفتگو. بحث. حالت - صورت. مطلب - مقصد. غرض. راز - ڀيد. عزت - شان. تعريف - ساراه. سبب. شاديءَ جو پيغام.

**ڳالھ اُٿارڻ:** معاملو پيدا ڪرڻ. هُل هَلائڻ.

**ڳالھ ٻولھ:** ث. گفتگو. بحث. قيل مقال.

**ڳالھ تي چڙهڻ:** ضد تي چڙهڻ - پنهنجي ڳالھ تي قائم رهڻ.

**ڳالھ ٽڌي ٿيڻ:** جهيڙو نبرڻ - معاملو ختم ٿيڻ.

**ڳالھ ٽارڻ:** معاملو رفع دفع ڪرڻ - جهيڙو ختم ڪرڻ.

**ڳالھ ٺاهڻ:** بهانو بنائڻ. ڪوڙ ڪرڻ.

**ڳالھ پڇڻ:** احوال پڇڻ. واقعي جي پڇا ڳاڇا ڪرڻ. راز معلوم ڪرڻ.

**ڳالھ پري پوڻ:** وس ڪان نڪرڻ - هٿان وڃڻ.

**ڳالھ پَڪي ٿيڻ:** سڱاوتيءَ جي پڪ ملڻ. شادي وغيره جي تاريخ ٺهرائجڻ.

**ڳالھ چورڻ:** ذڪر شروع ڪرڻ - ڳالھ ڪرڻ.

**ڳالھ چاڻڻ:** ڪنهن ڳالھ تي ٻورو ويچار ڪرڻ.

**ڳالھ رکڻ:** چيو مڃڻ. راز سانڍڻ.

**ڳالھ رهجي اچڻ:** عزت رهڻ. اعتبار رهڻ. ڀرم رهڻ. واعدو پورو ٿيڻ.

**ڳالھ سُجهڻ:** ڪا نئين ڳالھ خيال ۾ اچڻ. اٽڪل يا تجويز سمجھ ۾ اچڻ.

**ڳالھ ڪرڻ:** گفتگو ڪرڻ. بيان ڪرڻ. ڪجھ چوڻ. حقيقت ٻڌائڻ. احوال ڏيڻ.

**ڳالھ ڪٿڻ:** قصي جي شروعات ڪرڻ - قصو بيان ڪرڻ.

**ڳالھ کولڻ:** صاف ڳالھ ڪرڻ. راز ظاهر ڪرڻ. سچو واقعو بيان ڪرڻ.

**ڳالھ ڳولڻ:** بهانو ڪرڻ (ڪنهن ڳالھ لاءِ) - ڳالھ ٺاهڻ.

**ڳالھ ڳالھ ۾:** ظ. هر ڳالھ ۾. ذري ذري - هر گهڙي.

**ڳالھ ڳائڻ:** ياد ڪرڻ. واکاڻ ڪرڻ.

**ڳالھ ڳُٽ:** ث. ڳالھ ٻولھ. پڇ ڳاڇ.

**ڳالھ ڳنڍ ٻڌڻ:** ڪنهن ٻه ڳالھ تي ضد ٻڌي بيهڻ.

**ڳالھ ڳِنڻ:** ڳالھ بابت سوچ ويچار ڪرڻ.

**ڳالھ مان ڳالهوڙو:** ننڍي ڳالھ مان وڏو مسئلو - نوڙيءَ مان نانگ.

**ڳالھ مٿي ٿيڻ:** سوڀ ٿيڻ.

**ڳالھ مُهاڙ:** ث. خبر چار - حال احوال. ذڪر اذڪار - گفتگو.

**ڳالھ وارو:** ص. اعتبار جوڳو - معتبر.

**ڳالھ وڌائڻ:** معاملو يا جهيڙو ڊگهو ڪرڻ. بحث وڌائڻ. ڳالھ پکيڙڻ.

**ڳالھ وسارڻ:** ٻُڌي اڻ ٻڌي ڪرڻ. واعدو پورو نه ڪرڻ.

**ڳالھ هٿان وڃڻ:** من جي مراد پوري نه ٿيڻ. نهيل ڪم بگڙي وڃڻ.

**ڳالھ هُلڻ:** ذڪر ٿيڻ - چوٻچو ٿيڻ. مشهور ٿيڻ.

**ڳالهين ڳالهين ۾:** ظ. ڳالهيون ڪندي. کِلندي کِڏندي. اُتي - نو اُتي. اُنهيءَ وقت.

**ڳالهين جو ڳهيرُ:** ص. گهڻيون ڳالهيون ڪندڙ. گهڻ ڳالهائو. ڪچهريءَ جو ڪوڏيو.

**ڳالهين ۾ ڪائڻ:** بحث ۾ ماري ميڇائڻ. هيسائڻ.

**ڳالهاءُ:** ذ. ڳالهائڻ جو آواز.

**ڳالهاءَ ڏيڻ:** جِهڻ ڪرڻ. تنبيھ ڪرڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**ڳالهائڻُ:** م. ٻولڻ - آکڻ - ڪَهڻ - چوڻ. گفتگو ڪرڻ. ذڪر ڪرڻ. بيان ڪرڻ.

**ڳالهائڻ ۾ پوڻ:** اجائي بڪ ڪرڻ - بخي هڻڻ.

**ڳالهائڻ ۾ ڪَندا هڻڻ:** ڳالهائڻ نه ڏيڻ.

**ڳالهائڻُ:** ذ. چينڀ - دڙڪو دهمان. تنبيھ.

**ڳالهائڻ ڏيڻ:** گهٽ وڌ ڳالهائڻ - جِهڻ ڪرڻ. تنبيھ ڪرڻ.

**ڳالهُو، ڳالهيرُ:** ص. گهڻو ڳالهائيندڙ. ٻٽاڪي. قصا ڪهاڻيون ٻڌائيندڙ.

**ڳالهڙُ:** ذ. نوريئڙو - نولو.

**ڳالهڙو:** ذ. نه ڪرڻ جهڙي ڳالھ - ڊگهي ڳالھ. وقل - بڪواس. اجايو ڪوڙ بهتان.

**ڳالهوڙ، ڳالهوڙو:** ذ. نه ڪرڻ جهڙي ڳالھ. وقل - يخي. اجايو ڪوڙ - بُهتان.

**ڳاموڙ، ڳاموٽ:** ث. جسم ۾ سُستي. سَنڌن ۾ ڪيرائي. ٿڪ يا ننڊ جو خمار. بخار سبب بدن ۾ ڀاڃ. موڳائي (لڱن ۾).

**ڳاموڙجڻ:** لڱ ڀڄڻ - سست ٿيڻ.

**ڳَمون:** ذ. گاهه جو قسم - ڳِمَ.

**ڳان:** ث. ٻيڙيءَ جي سڙهه ۾ لڳل چٽي.

**ڳانب:** ذ. ڦرب - گوراڻيو.

**ڳانڍاپو:** ذ. تعلق - لاڳاپو - واسطو. ويجهائي - قربت. ناتو - مائٽي.

**ڳانڍُڙ:** ص. ڳنڍيل. جُٽ. ڳنڍيل وارو.

**ڳانو:** ذ. سوٽي يا ريشمي ڏوري (جيڪا سونهن خاطر ڳچيءَ ۾ ٻڌجي)- ڳاني. ڪاري سٽ مان وٽيل دعا جو ڌاڳو. چوپائي مال يا وهٽ کي سونهن خاطر ٻڌل ڪوڏين ۽ منڪن جي ڳاني. شاديءَ جي هڪ رسم موجب گهوٽ ڪنوار کي ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو ڳاڙهو سجاتي جو ڌاڳو. پکيءَ جي ڳچيءَ ۾ قدرتي ليڪو. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**ڳانو ٻڌڻ:** شاديءَ ۾ ڳاني ٻڌڻ جي رسم ادا ڪرڻ.

**ڳاني:** ث. ڳانو.

**ڳانير، ڳانيرو:** ث/ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڳاڻ:** ث. ڳڻپ- شمار. انداز.

**ڳاڻ ڳڻيو:** ص. ڳڻيءَ ۾ ايندڙ. مشهور. تمام تورو- تمام گهٽ. نالي ماتر.

**ڳاڻاٽو، ڳاڻيٽو:** ذ. شمار- ڳڻپ.

**ڳاڻو:** ذ. ڳڻپ- انداز- شمار.

**ڳاڻُو:** ص. ڳڻ ڪندڙ- دوراندیش- ڏاهو- مدبر- ساڃاهوند.

**ڳاهَ:** ث. اَن ڳاهڻ جو عمل- هَلَر- لتڙ. پيهڻ- سخت پورهيو. سوڙهه- تنگي. ڪشالو- سَختي. ڪنهن قصي يا داستان جي وچ ۾ آيل بيت (جيڪو ڪنهن ناتي طرف اشارو ڪري). اشارو- مام. ڳجهارت وارو بيت. ڪڻ جي ايس يا وپري جي منهن جو گهڙيل چيڙو- چوڙ.

**ڳاهَ ٻڌڻ:** هلر ڪرڻ.

**ڳاهَ ڪڍڻ:** ڪڻ جي ايس يا اوپري جا چيڙا لاهڻ.

**ڳاهَ ڳاهڻُ:** ذ. ڪشالا ڪرڻ. مصيبت ڪاٽڻ.

**ڳاهون ڏيڻ:** ڳالهه ڪندي موقعي جو بيت ڏيڻ.

**ڳاهه:** ث. گهوڙي جي سنب ۾ نريءَ جي وچ وارو سَنڌ.

**ڳاهُ:** ذ. ڪاچ- چوتو. مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ ڪنديءَ ۾ وڌل چارو. لَبُ- لالچ. ڪوس- خونريزي- مارو- قتل عام. جنگ.

**ڳاهَٽُ:** ذ. ماڻهن جو انبوهه- ماڻهن جي پيهت- سوڙهه- گپاگيهه.

**ڳاهَڻُ:** ذ. ڪک. ڪانا- سَر.

**ڳاهڻُ:** م. ڪري ۾ ڳڌ ٿيل وَل تي ڍڳا هلائي سنگن مان اَنُ ڪڍڻ- هلر ڪرڻ- هر هلائڻ. لتاڙڻ- لتاڙ ڪرڻ. عذاب ڏيڻ- چلهڻ.

**ڳاهُو:** ذ. ٻن ميلن جو مفاصلو- ڪوهه. (ص) واٽ لائيندڙ- سونهون- رهبر. ڳاهه ڪاهيندڙ.

**ڳاهي:** ث. ڦندو- ڳاري.

**ڳائڻُ:** م. آلاپڻ. سُر سان آلاپڻ. راڳ ڪرڻ. تنوارڻ. سراهڻ. بيان ڪرڻ. (ذ) ڳائو- نغمو. راڳ.

**ڳائڻو:** ص. ڳائيندڙ- راڳي. ڳويو- ڪلاونت. (ث. ڳائڻي).

**ڳائڻ وڄائڻ:** ذ. راڳ روپ- راڳ رنگ. ڳائڻ جي محفل.

**ڳائي وڄائڻ:** ڪوشش ڪرڻ- وسئون نه گهٽائڻ. چڱيءَ طرح بيان ڪرڻ. ڳائڻ.

**ڳائي وڄائي:** ظ. ڀرپور انداز ۾- ڌام ڌوم سان- ظاهر ظهور.

**ڳائو:** ص. ڳئون جو (کير. مکڻ. گيهه. گوشت).

**ڳائي گيهه جهڙو:** ص. نج- کرو- صاف. سچو.

**ڳائو نه وائو:** ذ. ذڪر- ڳالهه. خبر نه چار.

**ڳائُو:** ذ. ٻن ميلن جو مفاصلو- ڪوهه.

**ڳَپُ:** ذ. پيٽ (جانور جو). عورت کي پيٽ ۾ ٿيل بار- حمل. وڻ يا ٻوٽي جو اندريون ڪچو مادو. گُودو- ڳِرُ. مغز- تخم.

**ڳپ پوڻ:** ڪڄيءَ جو ڦر ڪرڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

**ڳپجڻُ:** م. ڳپ ڪرڻ- ڦر ڪرڻ. ڳپ جهلڻ.

**ڳپرُو:** ص. نوجوان- نوخيز (جنهن کي اڃا ڏاڙهي نه آئي هجي). لاسڙيت چوڪرو.

**ڳپڻ:** ث. ڳپ واري- پيٽ سان- حامله.

**ڳپو:** ذ. ٽڪرو- ٽوروپاڳو. پورُ (مانيءَ جو).

**ڳپور:** ذ. ننڍڙو ٻار- ابهم- معصوم. ڳپرو.

**ڳپوراڙو:** ص. عيالدار- ٻچڙيوال- وڏي آکهوارو.

**ڳپوراڙي:** ث. تازو ويم ڪيل عورت. پيٽ واري- حامله.

**ڳپوراڙيون ڳالهيون:** ث. اڃا ياپَه- ڪچيون ڳالهيون.

**ڳپوراڻي:** ث. ٻراتي وَهي- ٻال اوستا.

**ڳپي:** ث. مڇيءَ جو بيرو.

**ڳپيرن:** ث. تخم جهلڻ واري جاءِ- ٻجيداني.

**ڳت:** ث. گت- چال- روش.

**ڳت ڏيڻ:** زور لائڻ. ضد ڪرڻ.

**ڳتَ:** ث. ڳيت- ڳيهه. ڏک- سُرڪي.

**ڳُتَ:** ث. وارن جي ڳنڍيل چڱَ- چوٽي. موتين جي پوچ- مڙهت.

**ڳُت ڪرائڻ:** چوٽيون ڪرائڻ- مٿو ويڙهائڻ.

**ڳُت وڃڻ:** عورت جي چوٽي وڃڻ- تعدي ڪرڻ.

**ڳترو:** ذ. وڍيل ٽڪر- ٽڪرو. بيرو. ڳپو.

**ڳترا ڪرڻ:** وڍي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ. بيرا ڪرڻ.

**ڳُتڻ:** م. ڳنڍڻ (وار). ڳنڍڻ- جڙڻ (موتي). ڳوپڻ.

**ڳُتيلُ:** ص. ڳنڍيل (وار). مڙهيل (موتي). ڳنڍيل- مليل. ڳوپيل.

**ڳَتَرُ، ڳِتَرُ:** ذ. ڪنڌ - ڳردن - ڳچي.

**ڳِتَرَ مان جهلڻ:** بي عزتي ڪرڻ. سوڙهو ڪهڻ.

**ڳُتلو:** ذ. ڳوٿرو - ٿيلهو. (ص) ٿلهو - متارو.

**ڳِتَنُ:** م. ڳيهڻ - ڳڙڪائڻ.

**ڳِتو:** ذ. ڳڙڪ - لوڪهو - ٻرڳهل. پيٽ ۾ وڏو سوراخ. دري. وٿي - خار. لنگهه.

**ڳِتو جاچڻ:** وجهه ڳولڻ - موقعو تلاش ڪرڻ.

**ڳَٽُ:** ذ. ڳچيءَ ۾ ٻڌل رسو. طوق. ڪتي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل رسو يا پٽو. ڦاهي. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**ڳَٽ ڳچيءَ ۾ وجهڻ:** ٻئي کي مصيبت ۾ وجهڻ. ڏکي ذميواري مٿي تي ڪڻڻ.

**ڳَٽُ، ڳِٽَ:** ذ. ڳال - مٽ - رخسار. وڏو ڳرنهه.

**ڳٽ هڻڻ:** وڏا ڳرنهه هڻڻ - لپوڙا هڻڻ.

**ڳِتارُ:** ذ. ٽاري - شاخ. ڳنو.

**ڳِتَرَ:** ذ. ڳترو (ٻهه جو). ڳپي (مڇيءَ جي).

**ڳِتَڙڻ:** م. ڳئون يا ٻڪريءَ جي ٿڻ مان سڌو سنئون پنهنجي وات ۾ کير ڳڙڪائڻ. ڳوهاڻي کير ڳڙڪائڻ.

**ڳِتڪ:** ث. جانور کي سڏڻ جو آواز - ڳتڪار.

**ڳِتڪارَ:** ث. زبان جي پاسيءَ ڳل جي ملائڻ سان نڪتل آواز (مال. پکين وغيره کي سڏڻ لاءِ ۽ وهٽ کي هلائڻ لاءِ). ٻار کي پيار مان سڏڻ جو آواز.

**ڳِتڪار وجائڻ:** ڪنڌ ڌوڻڻ - انڪار ڪرڻ.

**ڳُتڪارَ:** ث. پکين جو آواز - ڳُٽ ڳُٽ.

**ڳِتڪارَڻُ:** م. جانورن ۽ پکين کي ٻچڪارڻ. پيار مان ڳِتڪار ڪرڻ. ڳَٽ ڳَٽ ڪرڻ (پکيءَ جو).

**ڳِتڪلو:** ص. منافق - شغل خور. چالاڪ.

**ڳُتڪلو:** ص. ٿلهو - متارو. پهلوان.

**ڳُتڪڻُ:** ڳتڪارون ڏيڻ. ٺهڪڙو ڪرڻ. کل مسخري ڪرڻ.

**ڳُتڪڻُ:** م. ڳيري جو ڳُٽ ڳُٽ ڪرڻ.

**ڳِتڪو:** ٻار لاءِ ڪم آندل پيار جو لفظ - ننڍڙو.

**ڳُتڪو:** ذ. ننڍو ڪتاب. ٻن چئن ڪتابڙن جو مجموعو. حقي يا چلم جي ٽوپيءَ ۾ تماڪ جي هيٺان رکڻ لاءِ پٿر وغيره - چغل. طبي اصطلاح ۾ پاري مان ٺهيل گوري. (ص) قد جو ننڍو پر بدن ۾ پريل (ماٺيو).

**ڳَٽ ڳَٽ:** ذ. جهيڻو آواز - سُس پُس.

**ڳُٽ ڳُٽ:** ث. ڳيري، ڪڪڙ وغيره جو چوڳي وقت آواز. بلبل جو آواز. ڪهڪيءَ مان پاڻي اوتڻ جو آواز. پاڻي پيئڻ وقت نڙيءَ مان نڪتل آواز.

**ڳَتَنُ، ڳِتَنُ:** م. ٿڻ ۾ وات وجهي کير ڏائڻ - چڳڙڻ.

**ڳِنو:** ذ. ڳِتو (پيٽ ۾) - لوڪهو. واهه وغيره جي پڳل بند کي ڏنل ڳنڍ.

**ڳِنو:** ذ. ڳل - مٽ - رخسار. وڏو ڳرنهه - لپوڙو.

**ڳِنا سجائڻ:** مٿون ڦوڪڻ - ڪاوڙجڻ - ناراض ٿيڻ.

**ڳِنا ڦوڪ:** ث. ڪاوڙ - چڙ - غصو.

**ڳِنَن ڳوڙهه:** ص. ٿلهن ڳِنن وارو. ٿلهو - گندلو.

**ڳِنُولُ:** ذ. ٻيڪار ڳڙهو. ڳڙهو پڪل ميوو.

**ڳِني:** ث. ڏانون (پير ۾ وجهڻ لاءِ). ٻيڙيون (پير ڪڙيون يا زنجير - نيٺر. گهوڙي جي پيرن ۾ ٻيل ڪڙيءَ ۾ ٻڌل رسي ٽڪر.

**ڳِنيون پوڻ:** پيرن ۾ زنجير پوڻ. سستي يا ڍرائي ڪرڻ. مصيبت ۾ ڦسڻ (پارائو).

**ڳِني:** ث. ننڍڙو ڳرنهه (جيڪو ٻاڙرو کائي سگهي).

**ڳِنيون ڳِنڻ:** ڳرنهه ڳنڻ. ڳِني ڪرڻ. منجهي پوڻ.

**ڳَنُ:** ث. ڪسي - نالي - واهه - نهر.

**ڳَنڙي:** ث. پري - ڳنڍ - ڇڙَ. ڪپهه جي ٻڇايل پري. ناني جي ڳوٿري.

**ڳَنو:** ذ. ڪمند جي لٺين جو ٻڌل بند. سائي گاهه (ڪانن) جي پري.

**ڳَپَ:** ث. وقتي ڏکويل چو ڪري. (ص) ويچاري.

**ڳُپَ:** ث. نوڙيءَ کي ڳوپ ڏيڻ جي حالت.

**ڳِپَلُ:** ذ. وڏو حصو - وڏو پاڳو. گهڻو - جهجهو.

**ڳِپل فروش:** ص. خوشامدڙيو. چاپلوس.

**ڳِپل ڳارڻ:** گهڻو هلاڪ ٿيڻ.

**ڳُپلُو:** ص. وڏو ڳرنهه هڻندڙ. هٻڇي. مفت خور.

**ڳُپَڻ:** م. نوڙيءَ جا ٻه ٽڪر خاص نموني ڳنڍڻ - ڳوپ ڏيڻ.

**ڳِپوڙَڻ:** م. وڏو ڳرنهه هڻڻ.

**ڳِپو:** ذ. وڏو ڳرنهه - ڳپوڙو.

**ڳَجهه:** ث. هڪ قسم جو مشهور مردار خور پکي.

**ڳُجهه:** ذ. راز - ڀيد. اندر - منجهه - انت. ڳُج - پيٽ. راز واري ڳالهه. ڳجهي ڳالهه. قبر جي سامي.

**ڳُجهه ڳالهائڻ:** مخفي نموني ڳالهه ٻولهه ڪرڻ. ڳُجهه جي خبر ڏيڻ. پيشنگوئي ڪرڻ.

**ڳُجهه ڳوهَ:** ث. لڪ چپ - رازداري - اخفا.

**ڳُجهارَتَ:** ث. ماما - اشارو. معمو. اشارن ۽ اهڃاڻن سان پروڙڻ

(پائڻ) واري پرولي - ٻجهارت.

**ڳُجهارت پائڻ:** پرولي سلڻ.

**ڳُجهارت سَر ڪرڻ:** ڳجهارت جو مطلب بيان ڪرڻ.

**ڳُجهاندَرُ:** ذ. ڳجهو راز. ڀيد - راز.

**ڳُجهاندِرو:** ص. ڳُجهو - لِڪل - مخفي - رازدانو.

**ڳُجهائتو:** ص. ڳجهو وارو - ڳُجهو.

**ڳُجهائي:** ث. ڳُجهه - لِڪ. رازداري.

**ڳُجَهٽُ:** ث. لِڪل جاءِ - مخفي جاءِ. سامان لڪائي رکڻ لاءِ پٽ ۾ کيل کال. اُٽ جي ڏوري.

**ڳُجهِڙو:** ص. ڳجهو - لڪل - مخفي. رازڪ نيندڙ. (ث. ڳجهڙي).

**ڳُجهو:** ص. لڪل - پوشيدو - خفيہ - مخفي. نامعلوم - اڻ ڄاتل.

**ڳِچُ:** ذ. گهر - مڪان. آستان. ڪلال خانو.

**ڳُچُ:** ذ. گُهنج - سَر.

**ڳِچا:** ث. خوشي - سرهائي. لطف - فرحت.

**ڳُچائڻ:** م. گُهنجائڻ. سُسائڻ - ڪومائڻ. مرڻ.

**ڳِچَرو:** ذ. دروازي جو طاق - ڪواڙ.

**ڳِچڙو:** ذ. ڳوٺ. گهر - مڪان. آستان.

**ڳِچِڙي:** ث. ڪچهري. دربار.

**ڳِچُ:** ذ. ٽڪر - ڀاڱو - وڏو حصو. (ص) گهڻو - زياده - وڌيڪ - ڳپل.

**ڳِچ تائين:** ظ. گهڻي وقت تائين. گهڻي پنڌ تائين.

**ڳِچ جيترو:** ص. ڪافي اندازو - تمام گهڻو. هيڪاندو. چڱي اندازو.

**ڳِچ ڪرڻ:** ٽڪرا ڪرڻ - ڀاڱا ڪرڻ.

**ڳِچ ڳارڻ:** هنجهون هارڻ - ڳوڙها ڳاڙڻ.

**ڳِچ ڳرڻ:** زروزار روئڻ.

**ڳِچ ڳنڍڻ:** ڀڳل ڀاڱا ڳنڍڻ. ويڇو ختم ڪرڻ.

**ڳِچُ:** ذ. ڳچي - سِسو - ڪَنڌ.

**ڳِچ هڻڻ:** ڪنڌ هڻڻ. فخر ڪرڻ. معتبر سڏائڻ.

**ڳِچي:** ث. سِسي - ڪنڌ. گلو - گردن.

**ڳِچيءَ پوڻ:** ڳلي پوڻ. زوري مٿان مڙهجڻ.

**ڳِچي ڌَرتِي:** ث. سمنڊ ۾ خشڪيءَ جي ٻن حصن کي ڳنڍيندڙ سوڙهي زمين.

**ڳِچي سمنڊُ:** ذ. پاڻيءَ جي ٻن وڏن حصن کي ڳنڍيندڙ پاڻيءَ جو سوڙهو حصو.

**ڳِچيءَ ڳارو:** ذ. منٿ - نيزاري - پلاند پوتي.

**ڳِچيءَ ۾ ٽوڙهو پوڻ:** ڦابوٽجڻ. نقصان هيٺ اچڻ.

**ڳِچيءَ ۾ ڪپڙو ڪرڻ:** نياز نوڙت جي واٽ وٺڻ.

**ڳِچين ۾ ڳره وجهڻ:** ڏاڍي عاجزيءَ انڪساريءَ سان پيش اچڻ. پنهنجو ڏوهه بخشائڻ.

**ڳُچو:** ذ. ڇڳو (وارن، موتين وغيره جو).

**ڳِدَ:** ث. محبت. لياقت. مروت.

**ڳِدِڙِي:** ث. نَسَ جي مُوڙهه - نسن ۾ ڳنڍ اچڻ.

**ڳِدڙيون پوڻ:** نسون موڙهجي پوڻ (جنهن ڪري عضوو سيٽجي پوي ۽ سخت سُورٿئي). ڪمزوري سبب بدن نستو ٿيڻ.

**ڳِدِي:** ث. ڳِدڙي.

**ڳِدِيون پوڻ:** ڳدڙيون پوڻ.

**ڳِرِ:** ظ. وٽ - ڀرسان. ڏانهن - اوري.

**ڳِران:** ظ. وٽان - ڪان - ڪَنان - ڀَران.

**ڳِرِ:** ث. ڳچي - ڳلو. ڳل.

**ڳِر لائڻ:** ڳلي لائڻ. ڀاڪر پائڻ. ڳرهاٽڙي پائڻ.

**ڳِر لڳڻ:** ڳچي ۾ لڳڻ. ڀٽڪڻ - واسطو رکڻ.

**ڳِرُ، ڳِرِ:** ث. ڳِپ. ماس (ميوي جو) - اندريون رَس وارو ڳودو.

**ڳِردارُ:** ص. ڳِر وارو - ماس يا رس وارو (ميوو وغيره).

**ڳِراٽِڙي:** ث. ڳلي سان لائڻ - ڳراٽي - ڀاڪر.

**ڳِراٽڙي پائڻ:** ڀاڪر پائڻ. ڀاڪر پائي دلجوئي ڪرڻ. همدردي ڪرڻ.

**ڳِراٽِي، ڳِرهاٽِي:** ث. ڳراٽڙي - ڳلي لڳائڻ.

**ڳِراٽي ڏيڻ:** ڀاڪر پائي دلجوئي ڪرڻ. محبت سان ڀاڪر پائڻ.

**ڳُراڙو:** ذ. اُٺ جي ڪم ايندڙ هڪ اوزار جو نالو.

**ڳِراڙهو:** ذ. ڳنڍڙو. ڳِلاڦو (بيماري).

**ڳِراڄهڙو:** ذ. ڀيسار ڪي وڪر طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻج.

**ڳِرانَ، ڳِرائِي:** ث. بار - وزن. ڳري هجڻ جي حالت.

**ڳُرائي:** ث. مرشداتو لاڳ.

**ڳِراهو:** ذ. چوپائي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ رسو.

**ڳُرائڻ:** م. وتن ۾ قلم هڻڻ.

**ڳِرَٽُ:** ص. ڳِپرو - لاسڙيٽ. نوجوان جنهن کي اڃا مُڇن جي ساوڪ نہ هجي.

**ڳِرِٽُ:** ذ. رڳن جو هڪ ٻئي تي چڙهڻ جي حالت - ڳِدڙي.

**ڳِرڙو:** ذ. جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ڳچي سَجي پوي).

**ٻِرسِ:** ص.وتس-کيس-ان کي.

**ٻُرڪو:** ذ.پوک جي ڪاني جو نرم حصو.سَلي جي چوٽي.

**ٻِر ڪُري:** ث.حمل واري زال-ڳورهاري-پيٽ سان- حامله.

**ٻِرنار:** ث.ٻيڙيءَ ۾ مُهريءَ ڪچي جي وچ ۾ لڳل پٽي.

**ٻِرَنڊو:** ذ. ڪنڊيءَ جي وڻ جو ڪريل ٻور.

**ٻِرَڻُ:** م.رِجڻ- ٻِگهرڻ.نرم ٿيڻ.پاڻي ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ (بيماري سبب).رڌجڻ (کاڌو).ضعيع ٿيڻ.

**ٻِري وڃڻ:** جسم ڪمزور ٿيڻ.هضم ٿيڻ.

**ٻِرَڻ:** م.ڳِهڻ-ڳڙڪائڻ.کائڻ (هيچ سان).

**ٻِرنو:** ص.ٻِرندڙ-رجندڙ-ڳارو.

**ٻِرنِي:** ث.ڳار-تحليل- ميلاپ.

**ٻِرو:** ص.ٻاري- وزني- گران.ثقيل- دير هضم (کاڌو).قيمتي- وڏي مُه وارو.ٻردٻار- سنجيدو.ٿلهو- جسم ۾ موٽو.نياڳو-منحوس.

**ٻِرو:** ذ.ڳلو-ڳچي.

**ٻِري پوڻ:** ڳچيءَ ۾ پوڻ- ڪنڌ ۾ پوڻ.

**ٻِري لڳائڻ:** ڳلي لڳائڻ- ڀاڪر پائڻ-ڳراٽي ڏيڻ.

**ٻِرو:** ذ. نڙيءَ وارو ڀاڱو- نڙي- ڳچي- ڪنڌ. سينو- ڇاتي- ڪوڙو. چوپائي مال کي ڳچيءَ ۾ نڪتل ڳوڙهو.ڳچيءَ ۾ پيل رسو-ٻِرهو.

**ٻِرهاٽي:** ث.ڳراٽي-ڀاڪر.

**ٻُرهاڙي، ٻُرهَڙي:** ث.ڳَڙَ ءَ گيهه وجهي پچايل ماني- ٻسري.

**ٻِرَهجَڻُ:** م.ڳلي لڳڻ-پرچڻ- سرچڻ-ريجهڻ.

**ٻِرَهچا:** ذ.جيرانڊي- جيرو (جانور جو).همت-مڙسي- جگر.

**ٻِرَهڻُ:** ذ. حال اورڻ- حال وندڻ.ڏک سُور ٻڌائڻ. محبت ڪرڻ. ريجهائڻ ڪرڻ.

**ٻِرَهو:** ذ.چوپائي مال کي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڳنڍ ڏنل رسو-ٻِرو.

**ٻِري:** ظ.وٽ-پاسي-ڀرم.

**ٻِرِي:** ث.ڳلي- گهٽي.گس- واٽ. واهه- وسيلو.آجهو- پناه.اوٽ. بچءُ.واند ڪائي.

**ٻِريون چُڪڻ:** واهون ڪٽڻ.متيون منجهڻ.

**ٻُرِي:** ث.ڪمند يا ڪاني جي ٻن ڳنڍين جي وچ وارو حصو-ڳري.

**ٻُريدار:** ص.ٻُريءَ وارو.

**ٻِريل سڙيل:** ص.پراٽو اڌوراٽو- چوڙيل.ڪنو- خراب.

**ٻِرين:** حرف جر.سان.ويجهو- نزديڪ.ڏانهن- طرف.

**ٻِريو:** ذ.ٻيڙيءَ جي پڪهه وارو رسو.

**ٻَريو:** ذ.مُريو-مُربي وارو هڏو.

**ٻَڙُ:** ذ.بدن تي سوڄ وارو ڳنڊو.جنهن ۾ ڳند پُر جي وچي.

**ٻُڙُ:** ذ.ڪمند جو جميل يا ڳوڙهه ڳنڍ اٿيل رس- ڪَڪَهُ.

**ٻُڙ ٿيڻ:** ڳنڍ ڳوڙهه ٿيڻ.ڳَڏو چڙ ٿيڻ.مونجهارو ٿيڻ.معاملو ڪرڻ.

**ٻُڙ ڏاڻي:** ث.ٻُڙ سان اوٻاريل چانور ملاڻي ڪ هيل منائي- لائِي.

**ٻُڙ ڏاڙهيو:** ص.ڳاڙهي ڏاڙهيءَ وارو.ڏاڙهيءَ کي ميندي لائيندڙ.

**ٻُڙاڪُو:** ذ.ٻُڙ ملايل تماڪ.ٻُڙ جي پاڻيءَ ۾ ٻسيل تماڪ.

**ٻُڙاڪُ:** ص.ٿلهو ٿنيرو.چست چالاڪ.

**ٻَڙڪَ:** ث.سنهي تند- تاندورو.

**ٻَڙڪائڻُ:** م.ڳِهڻ-ڳِهي ڇڏڻ.هضم ڪرڻ.

**ٻَڙڪَڻُ:** م.ڳِهجي وڃڻ.هضم ٿيڻ.

**ٻُڙڪُ:** ذ.ڀت ۾ ٿيل سوراخ- ٻرگهل.

**ٻُڙکو:** ذ.ٻُڙکُ-سوراخ.

**ٻُڙکي:** ث.جارو- دري- ٻُڙکو.روشنيءَ هوا جي لاءِ سوراخ.

**ٻَڙَڻُ:** م.ٽمڻ- ٽپڪڻ- وهڻ (ڦڙو ڦڙو ٿي).سمڻ. نيڏي ڪري وهڻ.

**ٻَڙَڻُ:** م.ڳِنهڻ-وٺڻ.

**ٻَڙو.** ذ.مينهن جي ڦڙن سان گڏ وسندڙ برف جو ڳنڍ.

**ٻَڙا پوڻ:** مينهن ۾ برف جا ڳوڙها وسڻ.

**ٻَڙو پوڻ:** مٿان ڪا مصيبت پوڻ.ازغيبي هچا پوڻ.

**ٻَڙَهه:** ث.ٻند-ٻنو- ڪَڙ.

**ٻَڙهه:** ذ (سن:ڳڊ) قلعو- ڪوٽ-ڳڍ.

**ٻَڙَهي:** ث.ننڍو ڪوٽ- ڪوٽڙي.ننڍڙو ڳوٺ.

**ٻَڙهيون ڳولڻ:** دردر ڳولڻ- هرهنڌ تلاش ڪرڻ.

**ٻَڙهڻُ:** م. ڳِنهڻ. قبول ڪرڻ. محسوس ڪرڻ- سمجهڻ. حال ٻڌائڻ-ٻِرهڻ.

**ٻَڙهڻ:** م.وٺڻ- خريدڻ-ڳِنهڻ- سودڻ.

**ٻَڙي:** ث.تَڙ (گوشت جي)- ٻوٽي.سِري (توم جي).ڦري (ميد جي).پٽي (بصر جي).پيسي (ڪتل جي).

**ٻَڙيءَ وارو:** ص.غيرتمند.جانٺو-پهلوان.

**ٻَسڪَڻُ:** م.ٻَڙڪڻ- پيٽ ۾ وڃڻ- نڙيءَ کان هيٺ لهڻ.

**ٻَسَڻُ:** م.ٻَڙڪڻ- پيٽ ۾ وڃڻ (کاڌو.گرنهه).

**ٻَڦَڻُ:** م.چپڻ کان سواءِ وڏا گرنهه ڳِهڻ.

**ڳقو:** ذ. ڳرنھ- لقمو. اوچتو هٿ آيل مال. ڪنهن شيءِ جو وڏو انداز. مفت جو مال.

**ڳقو پرڻ:** ڪھتو نفعو حاصل ڪرڻ. ڳھتي رشوت وٺڻ.

**ڳڪَ:** ث. ڪاٻ چنبڙي پوندڙ ليسدار شيءِ. ڳڳَ و نڳر چنبڙندڙ- جِجا (ماڻھو).

**ڳڪَ تي لڳڻ:** چنبڙي پوڻ- پُٺ نہ ڇڏڻ. پٺيان لڳي پوڻ.

**ڳڪڻ:** م. ڳري لڳڻ- ڳرڻ.

ذ. ملڪيت جو وڏو حصو. دولت- ناڻو. مفت ۾ مليل ناڻو.

**ڳڳ:** ث. برف- يخ. ٺارُ (ص) برف جھڙو ٿڌو.

**ڳڳ ٿيڻ:** ڏاڍو ٺرڻ. زور ڳاڙهو ٿيڻ.

**ڳڳاٽ:** ذ. ٺار- ٿڌ. ڳھر.

**ڳڳاتجڻُ:** م. برف وانگر ٺرڻ. ٺري برف ٿيڻ. بيھوش ٿيڻ. ٿڌ ۾ فرحت وٺڻ. ٿڌ ۾ ٺري پوڻ (جسم).

**ڳڳائڻ:** م. ٺارڻ- ٿڌ ڪرڻ. راحت ڏيڻ.

**ڳل:** ث. ڳچي- ڳلو- ڪنڌ.

**ڳل پوڻ:** ڳچيءَ ۾ پوڻ- ڪنڌ ۾ پوڻ. ڳالھ ۾ دخل ڏيڻ.

**ڳل لائڻ:** ڳچيءَ سان لائڻ- ياڪرپائڻ- ڳرانڌي ڏيڻ.

**ڳل ميچ:** ذ. ٺاھ- صلح. رسائي.

**ڳلُ، ڳلُ:** ذ. مِٿ- رخسار- عارض- ڳِٽو.

**ڳل پٽُ:** ص. لاسڙيات- ڳيرو. سپتو- پورل.

**ڳل سُڃائڻ:** ڪاوڙجڻ- رسڻ.

**ڳلاقو:** ذ. ڳلن جو اندريون پاسو.

**ڳلتو:** ذ. ڏنو- ڳشو- ڏتار- رماڪ.

**ڳلتو بڌڻ:** ذ. ڏنو ڏيڻ- ڳشو ڏيڻ. لانچ ڏيئي نڳڻ- ڏترڻ.

**ڳلپتو:** ذ. ڳچيءَ جو هڪ ڳھ- هڪ قسم جو هار.

**ڳلخورُ:** ذ. ڳھوڙي جو هڪ سنج (ڪنڌ ۾ ٻڌڻ واري رسي).

**ڳلقاڙڻ:** م. ٻوڪ جو سنگ ڪيڻ.

**ڳلقڙو:** ذ. مچيءَ جي ساهڪڻ واري ڪلي. ڪلي- ڳلتي- ڪونلي.

**ڳلمُچو:** ذ. ڳل تي ڇڏيل وارن جون وڏو مُچو.

**ڳلو:** ذ. ڳلو- ڳچي- ڪنڌ- گردن. قميص وغيره ۾ پيڙن وجھڻ واري پٽي. سنڌي جتيءَ ۾ پب ۽ ڪڙيءَ کي ڳنڍڻ وارو چم جو ڪشو. ڪپ- ڪنارو. لنگھ- واٽ.

**ڳلو پڪڙڻ:** ڳچيءَ کان جھلڻ.

**ڳلو ڏسڻ:** واٽ ٻڌائڻ- رستو ڏسڻ.

**ڳلو ڏيڻ:** رستو بند ڪرڻ. قطع تعلقات ڪرڻ. وهنوار ختم ڪرڻ.

**ڳلو ڪپڻ:** ڪنڌ ڪورڻ- سسي لاهڻ. ظلم ڪرڻ.

**ڳلي لائڻ:** ڳچي سان لائڻ- ياڪرپائڻ. ڳرانڌي ڏيڻ.

**ڳلھ:** ث. ڇڪ- ڳپ.

**ڳلھو:** ذ. دولاب- نڳي- دوھ- ڪپت.

**ڳلھو:** ص. آلو- پسيل. ڳپ جهڙو. ڪونئرو. ليلھر- ڦِڦو. سُست. (ث. ڳلھي).

**ڳلھي:** ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**ڳلي:** ث. ڳلي- ڳھٽي. لنگھ- واٽ. حيلو- چارو.

**ڳلي ڪُوچو:** ذ. ڳھٽي ڳھوبي- هر هڪ ڳھٽي.

**ڳلي ڳلي:** هر ڳھٽيءَ ۾- هرهنڌ- هر جاءِ.

**ڳلي ڳلي ڳائڻ:** ثم ۾ ڳھتو سار اهڻ.

**ڳلي:** ث. پني ۽ پلي کي بند ڪرڻ (جلسي ساڙيءَ لاءِ) لاءِ چم جو ٽڪرو.

**ڳلي ڇڪڻ:** ڳِمي بند ڪرڻ.

**ڳمَ:** ث. آرس- سستي. ڳاموڙ. خمار.

**ڳمُ:** ذ. هڪ قسم جو ڳاھ. (ص) آرسي- ٺوٺي.

**ڳمَ:** ث. ڳاموڙ- سستي- آرس. خمار- ڳھر.

**ڳمائڻ:** مخمور ڪرڻ- نشي ۾ آڻڻ.

**ڳمڻُ:** م. ڪرموڙڻ. ننڊ جي خمار ۾ هجڻ. سستي ڪرڻ.

**ڳمي هلڻ:** آهستي آهستي قدم جمائي هلڻ.

**ڳميو ڳالھائڻ:** ڊروڳ نھائڻ- اينڪم ڪرڻ. نهٺائيءَ سان ڳالھائڻ.

**ڳنُ:** ذ. هٿيو- مٺيو- دستو. ٻيڙيءَ کي هلائڻ لاءِ ڪانيءَ جي ڳھڙيل پٽي- هانيسو.

**ڳن ڏيڻ:** مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ.

**ڳن ڪھاڙيءَ ۾ هجڻ:** هميشہ تيار هجڻ. سڄيءَ حالت ۾ هجڻ.

**ڳن موڙڻ:** ٻيڙي هاڪرڻ.

**ڳنڀيرُ:** ص. (سن) ونھو. عقلمند- سياڻو. سنجيدو. بردبار.

**ڳنڌَ:** ث (سن) بوءِ- واس. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جيئن سڳنڌ وغيره)

**ڳُنڌَ:** ذ. ڳنڍڻ (ٻوڙ ٻاڙي وغيره. جنهن جي لاءِ ڪ سان ماني کائجي).

**ڳنڌڻ:** م. خوشبوءِ وٺڻ- سنگھڻ.

**ڳُنڌڻُ:** ذ. ڳنڌڻ- مڻ (ٿو). ڳٽڻ (وار)- ويڙهڻ. ڳتون ڪرڻ. ڳوپڻ- ڳنڍڻ. پوئڻ (هار. ڳل).

**ڳُنڌيو:** ص. خوشبوءِ وارو- خوشبودار- واسيل.

**ڳنڍِ:** ث. ٻن ٽڪرن جو جوڙ- سَنڌ. وڪڙ- ڦندو. هڙ- پري-

ڳنڙي. مُوڙي. ڪيسو. ڪپڙي جي ٻن پلاندن کي ڳنڍِ ڏيڻ جو عمل- ڳرهه. پتي ( بصرجي ).

**ڳنڍِ ڳنڍان:** ث. جهيڙو- هٿوپائي- ويڙهه.

**ڳنڍِ ٻڌل هئڻ:** پرواهه ڪرڻ- نه ليکڻ.

**ڳنڍِ ٻڌڻُ:** يادرکڻ. ورد ڪرڻ. هوڏ ڪرڻ. يقين ڪرڻ.

**ڳنڍِ توپ:** ث. ناهه جوڙ- مرمت. سدي سودي مرمت.

**ڳنڍِ توپ ڪرڻ:** مرمت ڪرڻ- چتيون وجهڻ. سادي سودي شيءِ تي اڪتفا ڪرڻ.

**ڳنڍِ جا پئسا:** ذ. ذاتي رقم- ڪيسي جا پئسا- پنهنجا پئسا.

**ڳنڍِ جو ڳُوڙهو:** ص. پئسي وارو- شاهوڪار- دولتمند.

**ڳنڍِ ڏيڻ:** ڳرهه ڏيڻ. ملائڻ- ڳنڍڻ. جوڙڻ.

**ڳنڍِ ڪرڻ:** ڦاٽل جتيءَ کي ٽوپو هڻڻ- چتي هڻڻ.

**ڳنڍِ ڪپڻ:** ڪيسو ڪترڻ.

**ڳنڍِ ڪوسي ڪرڻ:** ڪجهه روڪڙ پئسا هٿ ڪرڻ.

**ڳنڍِ کُلڻ:** سمجهڻ- مونجهارو نڪرڻ.

**ڳنڍِ کولڻ:** خرچ ڪرڻ.

**ڳنڍِ ۾ زور هئڻ:** هوندو ارو هئڻ.

**ڳنڍِ ۾ نه هئڻ:** پئسو نه هئڻ.

**ڳنڍِ نه ڇوڙڻ:** پئسو خرچ نه ڪرڻ.

**ڳنڍُ:** ذ. رسي يا ڏاڳي وغيره جي ٻن ٽڪرن کي ڏنل ٻنڌ- جوڙ. ڳنڍاپو- ميلاپ. سَنڌو. ڦندو. وڪڙ- ورا ڪو. ناهه.

**ڳنڍِ ڳنڍڻ:** ماٺي ڪرڻ. احسان ڪرڻ.

**ڳنڍِڳوپ ڪرڻ:** هر ممڪن طريقي سان ناهي سولو ڪرڻ.

**ڳنڍاتي:** ث. ڳنڍڻ جي مزوري.

**ڳنڍائڻ:** م. ڳنڍڻ جو ڪم ڪرائڻ- ٽوپائڻ.

**ڳنڍجڻُ:** م. ڳنڍا جڻ. پيڙو ٿيڻ- شامل ٿيڻ. گڏ جڻ- ملي وڃڻ.

**ڳنڍجي پوڻ:** هٿين پوڻ. پائيوار ٿيڻ.

**ڳنڍر:** ص. ڳنڍ وارو. مشڪل- منجهيل. ڳريدار.

**ڳنڍڙُ:** ذ. وڏو ڳنڍو.

**ڳنڍڙي:** ث. ننڍي هڙ- ٻحڪو.

**ڳنڍِ سَنڍ:** نگ لاڳاپو- عزازت- مٺي ماٺي.

**ڳنڍ سَنڍ ڪرڻ:** ماٺي ڪرڻ. چتيون هڻڻ. رُنل کي ريجهائڻ.

**ڳنڍڻُ:** م. ڳنڍ ڏيڻ- ڳرهه ڏيڻ. وڪڙ ڏيئي ٻڌڻ. جوڙڻ- ملائڻ. سوڳهو ڪري ٻڌڻ- سلهاڙڻ. گڏڻ- شامل ڪرڻ. مڙهڻ. ٽوپڻ ( جتي ).

**ڳنڍڻي:** ث. ڳنڍڻ جو نمونو. ڳنڍڻ جي اجرت.

**ڳنڍو:** ذ. ڪنهن به شيءِ ( مٽيءَ وغيره جو ) گول ڳوڙهو- پنوڙو- روڙو. اندروني زخم سبب ماس جو ڳوڙهو- ڳڙ. واهه وغيره جي وهڪ کي بند ڪرڻ لاءِ مٽيءَ جو بند. جهل- اٽڪاءُ.

**ڳنڍو ٻڌڻ:** بند ٻڌڻ. چم جي تندن جي ڳنڍناهڻ. پڪي صلاح ڪرڻ.

**ڳنڍيڇوڙ:** ذ. ڪيسا ڪٽيندڙ- جيب ڪترو- ٺيجو.

**ڳنڍير:** ذ. ڳاهه جو هڪ قسم.

**ڳنڍيري:** ث. چيل ڪمند جو ڳترو.

**ڳنڍيون پوڻ:** ڪنهن ڳالهه ۾ منجهڻ- حيران پريشان ٿيڻ.

**ڳنرِ:** ث. ڳنڊ. ٻوڻ. سان پريل ڳوڙهي ( جيڪا ڇڏڻ ۾ نڪري )- ويلڻ.

**ڳنرِ تي لت اچڻ:** پاڻ تي يا پنهنجي ويجهي مائٽ تي سختي ( پيڙ ) اچڻ.

**ڳنرَ:** ذ. سرهن جون ڏانديون ( جيڪي پاجيءَ طور رڌجن ).

**ڳنو:** ذ. ڪمند يا جوئر وغيره جو مِٺو ڪانو- ٽري.

**ڳنِي جيان ترڪي پوڻ:** ڦوهه جوانيءَ ۾ مري وڃڻ.

**ڳنا چُوپڻ:** بيفائدو ڪم ڪرڻ. بيوقوفي ڪرڻ.

**ڳنوارُ:** ص. ڳنُون چاريندڙ- ڍڳين جو ڌراڙ. بيوقوف- مورک. اناڙي. ڳوناتو.

**ڳن وَراتي:** ث. ڇلڻ ۽ منڍڻ ناهڻ لاءِ ڪٺ جو هڪ اوزار.

**ڳنهڻُ:** م. مُلهه وٺڻ- خريد ڪرڻ. جهلڻ ( هٿ ۾ ).

**ڳني:** حرف جر. گڏ- سان- ويجهو- اوري- پرسان.

**ڳِني:** ث. ڪنهن اوزار ۾ پيل هٿيو. ساهميءَ جي ڪاني. ڪا ي. ڪچي پوک. نَٽ ( ڳم ) جو هڪ حصو. ڏاندي ( گل ٻوٽي جي ).

**ڳڻَ:** ث. ڳڻپ- شمار. اندازو. تڪ تور. مَڌ سماءُ- سار سنڀارَ.

**ڳڻ ڪرڻ:** سار سنڀار لهڻ. يادگيري ڪرڻ. شمار ڪرڻ- ليکي ۾ آڻڻ.

**ڳُڻُ:** ذ ( سن: ڳُڻ ) صفت- خاصيت. خصلت. خوبي. تعريف. نيڪي. نيڪ اعمال. عادت. اثر- تاثير. احسان- ٿورو- وڏيلائي- ڏن.

**ڳُڻ ڪرڻ:** احسان ڪرڻ- ٿورو ڪرڻ.

**ڳُڻ ڳائڻ:** ٿورا مڃڻ- تعريف ڪرڻ- شڪر بجا آڻڻ.

**ڳُڻ ڳنڍِ پائڻ:** سدائين احسانمند رهڻ.

**ڳُڻن سان ڳنهڻ:** تمام گهڻا ٿورا ڪري پنهنجو ڪرڻ.

**ڳُڻن ڳهير:** ص. ڳُڻائتو- ٻهڳڻ.

**ڳُناتِجڻُ:** م. ٿورو مڃڻ- احسان مڃڻ.

**ڳُناتڻُ:** م. ڳڻن سان ڳڻهڻ.

**ڳُنائتو:** ص. فائدي وارو- لاياٿو. خوبيءَ وارو. سٺن لڇڻن وارو.

**ڳَنائڻُ:** م. شمار ڪرائڻ. حساب ۾ شامل ڪرائڻ. ليکي ۾ آڻائڻ.

**ڳَنتي:** ث. ويچار- فڪر. هوراڪورا- آڻڊ مانڊ.

**ڳَنتي خور:** ص. ڳنتيون پچائيندڙ. سودائي- خفقاني. ڀُورالو.

**ڳَنتين ڳُوڙهو:** ص. بي عقل دولتمند.

**ڳَنپ:** ث. شمار. ليکو- حساب. ڳڻتي.

**ڳَنپ ڪرڻ:** ڳڻڻ- شمار ڪرڻ.

**ڳُڻ چورُ:** ص. احسان فراموش. بي شڪرو. بي ڳُڻو.

**ڳَنڳوتَ:** ث. سوچ ويچار. دور انديشي.

**ڳَنڻُ:** م. شمار ڪرڻ- اندازو ڪرڻ. ڪَٿڻ. ليکڻ. سارڻ. ويچارڻ. رٽڻ. خيال ۾ آڻڻ.

**ڳَنڻ ڳرڻ:** ڳَنڳوت ڪرڻ- ويچار ڪرڻ.

**ڳَنڻ:** م. ڪنڻ- نيڻ. (شاهه)

**ڳُنو:** ذ. پوش- پردو. ٻاهريون ڏيک.

**ڳُنوانُ، ڳُنونتُ:** ص. ڳُڻ وارو. ڏاهو- اڪبر. هنرمند.

**ڳَنوني، ڳُنوني:** ث. چنوني- رتي.

**ڳُني:** ص. ڳُني- ڳُنوان. نيڪ افعال.

**ڳُني:** ث. ڳُوڻ- ٻوري- ڳُوني.

**ڳوپ:** ص. ٻالوپولو- پورڙو- موڳو. بي سمجهه. ڳگدام.

**ڳوتَ:** ث. اندازو- تخمينو- تَڪَ (هميشه "ڳڻ" لفظ جي صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم اچي).

**ڳوتڻُ:** م. ڳولڻ- نهارڻ- جاچڻ.

**ڳوترو:** ذ. ڪپڙي مان نهيل ٿيلهو- ٻُجڪو.

**ڳوتري:** ث. ڪپڙي جي ننڍي ٿيلهي- ٻُجڪي.

**ڳوٽَ:** ث. ساري (شطرنج يا چوپڙ جي). ڏيري (سٽ جي). ٽماڪ جو ڪڏو- ڪٽيل ٽماڪ جو ڳوڙهو.

**ڳوٽو:** ذ. پرت جو هڪ قسم. سٽ جو ڦورو.

**ڳوٽي:** ث. سٽ جي ڏيري. ڪٽيل ٽماڪ جو ڳوڙهو.

**ڳوٽي چاڙهڻ:** حقي جي ٽويءَ ۾ ٽماڪ وجهڻ.

**ڳوٽي ملڻ:** ٽماڪ پاڻيءَ سان پُسائڻ.

**ڳوٺُ:** ذ. ٻهراڙيءَ جي وستي- وَسِين- وَسَنُ- ڳَمُ- واهڻ- ديهه ت.

**ڳوٺ جا ڪُتا ڪُٽڻ:** نڪموءِ بيڪار گذارڻ- جيڏي ڏک تاپا ڪائڻ.

**ڳوٺاتو:** ص. ڳوٺ جو رهاڪو- ٻهراڙيءَ جو- ديهاتي- ڳموٺي.

**ڳوٺائي:** ص. ساڳئي ڳوٺ جو رهاڪو- هم وطني.

**ڳوٺڙو:** ذ. ننڍڙو ڳوٺ- واهڻ- وَستي.

**ڳوٺي:** ص. ڳوٺاڻي.

**ڳوپ:** ذ. چنل نوڙيءَ جي پچڙين کي وٽي ملائڻ- ڳنڍ.

**ڳوپڻُ:** م. نوڙيءَ جي ٻن حصن جون پچڙيون کولي. وٽ ڏيئي اهڙيءَ طرح ملائڻ جو ڪي نوڙي ٿي وڃيءَ ڳنڍ معلوم نه ٿئي. ڳُٿڻ- ڳنڍڻ.

**ڳوچُ:** ذ. فوقيت- فضيلت- برتري. خوبي- خاصيت- ڳُڻ.

**ڳوڏو:** ذ. ڍڳو- ڏاند. (ص) سورهيه- پهلوان- جوڌو.

**ڳورَ:** ث (ف: گور) قبر- ٻني.

**ڳور ڳلي نه هڻڻ:** حيلو وسيلو نه هڻڻ. ڪا بي پرواهه نه هڻڻ.

**ڳوراٽ:** ذ. ڪنڊ- ڪونهٽ. (ڍڳي وغيره جو).

**ڳوراٽ وارڻ:** ڪنڌ پوٺتي ورائڻ.

**ڳورانيو:** ذ. ڳرهٽي- ياڪر.

**ڳورانيو ڪرڻ:** پيار محبت سان ياڪر ۾ آڻڻ. ڳُڻ ڪرڻ. ننگ وڙ ڪرڻ.

**ڳوراهَ:** ث. ٻٽي يا ڪپ جڪ جي هيراڪ نانگ بلا (جيڪو زهر چڏي وڃيءَ سندس چڪ معمولي اثر ڪري). ڳوهيرو.

**ڳوراڻ، ڳوراڻي:** ث. بار- وزن. بردباري- سنجيدگي.

**ڳورپَٽُ:** ذ. هڪ قسم جو جانور (جيڪو قبرن مان مڙدا ڪڍي کائي).

**ڳورڙ، ڳورڙا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**ڳورنهاري:** ث. ڳورپٽ (جانور).

**ڳورو، ڳورو:** ص. اڇي چمڙي وارو- ڳورو- پورو. سهڻو. (ث. ڳوري ڳوري).

**ڳورو:** ص. ڳرو- ڀاري- وزني- ڳران- ثقيل. ڏير هضم (کاڌو). ديرينو. سنجيدو- بردبار. حيثيت وارو. (ث. ڳوري).

**ڳورو ڳالهائڻ:** وڏي آواز سان ڳالهائڻ. ڏيرج سان ڳالهائڻ. ڌرو يا آهستي ڳالهائڻ.

**ڳوراڻي:** ث. ڳوراڻ- ڳرائي- وزنداري.

**ڳورشاري:** ص. حامله- پيٽ سان (عورت)- ڏکي.

**ڳوري:** ث. آپدا- مصيبت- آفت.

**ڳُوڙهُ:** ذ. گهاٽاڻ- گهرائي (رنگ جي). (ص) گهاٽو- ڳٽيل.

**ڳُوڙهه پياڪ:** ص. گهاٽي پنگ جو موالي.

**ڳُوڙهه ڪرڻ:** سوڙهه ٽيڻ. ميڙ ڪري اچڻ.

**ڳُوڙهائي:** ث. گهاٽاڻ (رنگ جي)- گهرائي- اونهائي. پيچيدگي- مشڪلات.

**ڳوڙهو:** ذ. ڪنهن بہ شيءِ جو گول ڳنڍو- ٻنوڙو- چٺو- ٽيرو. روڙو. مٽيءَ جو گوڙو (ڳليل ۾ وجهي اُڇلڻ لاءِ). ڳليو (ڪنهن تيءَ جو). جسم ۾ ماس جو ڳڙ. لڙڪ- هنجُ. (ث. ڳوڙهي).

**ڳوڙها ڪرڻ:** ڳنڍ ڪرڻ. منجهائڻ (سٽ).

**ڳوڙها ڳاڙڻ:** لڙڪ وهائڻ- هنجون هارڻ. افسوس ڪرڻ.

**ڳُوڙهو:** ص. گهرو- ڪيٽو- تيز- تکو (رنگ). ڏکيو- مشڪل- منجهيل- پيچيدو. (ث. ڳُوڙهي).

**ڳوڙهي:** ث. جسم تي ماس جو ڏبڙ. گوڙي (مٽيءَ وغيره جي).

**ڳولَ:** ث. ڳولا. تلاش. وڙول.

**ڳولا:** ث. تلاش- جستجو- ووڙ.

**ڳولا ڦولا:** ث. جاچ جوچ- جاچ پڙتال. وڙول.

**ڳولائڻُ:** م. تلاش ڪرائڻ. وڙول ڏيارڻ. پڇاڳاڇا ڪرائڻ.

**ڳولائُو:** ص. ڳولا ڪندڙ- ڳوليندڙ. ڳولرو- طالبو. گهرجائو.

**ڳولَپ:** ث. ڳولا- ووڙ- تلاش. پڇ ڳاڇا.

**ڳولَڻُ، ڳولِڻُ:** م. ڳولا ڪرڻ- تلاش ڪرڻ. ووڙڻ. نهارڻ. ڳوڙي هٿ ڪرڻ.

**ڳولڻ ڦولڻ:** تلاش ڪرڻ- نهارڻ. جاچ جوچ ڪرڻ.

**ڳولُو:** ص. ڳولا ڪندڙ- ڳولائُو- ڳوليندڙ.

**ڳوليو نہ لهڻ:** تلاش جي باوجود هٿ نہ اچڻ.

**ڳولي ڪڍڻ:** معلوم ڪرڻ. هٿ ڪرڻ. پتو ڪرڻ.

**ڳوليندو وتڻ:** تلاش ڪندو رهڻ.

**ڳُونِ، ڳُونِي:** ث. سڻيءَ مان ٺهيل وڏي ٿيلهي- بوري.

**ڳوهَ:** ث. هڪ قسم جو ساهوارو (سانڊي جيڏو. واريءَ سي زمين ۾ ڏر ۾ گهر ڪري)- سوسمار- پَٽ مڇي.

**ڳوهَ مان واڳُون ٿيڻ:** حيثيت کان مٿي وڃڻ- آڪڙيا وڏائيءَ ۾ وڃڻ.

**ڳوهِ:** ث. اٽي وغيره کي پاڻيءَ سان ڳوهڻ يا مَلَ ڏيڻ جو عمل- ڳنڍ.

**ڳوهُ:** ذ. ميڙ- انبوه- ڳهٽ.

**ڳوهڻُ:** م. مَلڻ (اٽو. ميندي وغيره).

**ڳوهُو:** ص. سڀ ڪجهہ ڳهي ويندڙ- کائُو.

**ڳوهيرو:** ذ. سانڊي جو هڪ قسم.

**ڳوٺَ:** ذ. ڪُتيءَ ڏارو وغيره گڏيل چارو (مال لاءِ).

**ڳهَ:** ث. هلاڪي- جاکوڙ- ڪشالو. ڪنهن ڪم ۾ گهڻي مشغولي سبب ٿڪ. گهڻي پنڌ جي هلاڪي.

**ڳهَ موڙ:** ث. ٻٽ جي پاڇ- ڳاموڙ.

**ڳهُ:** ذ. زيور- ڳهٺو. گروي.

**ڳهُ ڳٺو:** ذ. زر زيور.

**ڳهہ رکڻ:** گروي رکڻ. قرض وٺڻ لاءِ ضمانت طور زيور رکڻ.

**ڳهائڻ:** م. سخت پورهيو ڪرائڻ- هڄائڻ.

**ڳهرَ:** ث. ننڊ جو خمار. نشي جو ويڳ. مدهوشي. موڳائي. آرس.

**ڳهرجڻ:** م. پينڪي کائڻ- جهونا کائڻ. خُمار جڻ.

**ڳهريو:** ص. ننڊ اکڙو. مُست- ڪاهل.

**ڳهڙُ:** ص. سڪرماتيو. ڳالهہ ڳهڙيندڙ.

**ڳهلو، ڳهيلو:** ص. سست- ٿوٿي- بي خيالو. پورڙو. اڄاڻ.

**ڳهلائي، ڳهيلائِي:** ث. اياڻپ- پورڙائي. اڄاڻائي- بيوقوفي.

**ڳهَڻُ:** م. لاڳيتو ڪم يا پنڌ ۾ هجڻ. پنڌ يا ڪم ۾ ٿڪجڻ. سخت پورهيو ڪرڻ. ڪشالو ڪڍڻ. کهڄڻ. ڳاهہ ۾ سنگ پڙي وڃڻ. لوڙڻ.

**ڳهڻ پهڻ:** تورڻ تڪڻ- ويچار ڪرڻ.

**ڳهَڻُ:** ث. ٻچيداني- رحم.

**ڳِهَڻُ:** م. ڳڙڪائڻ- هڙپ ڪرڻ.

**ڳهٺو:** ذ. زيور- ڳهہ. سنڌ ۾ مَرد جو نالو.

**ڳهٺو ڳٺو:** ذ. زر زيور- ڳهہ ڳٺا.

**ڳهَٽي:** ث. سخت محنت- گهڻو پورهيو. بيچيني. دماغي ولوڙ.

**ڳهو:** ذ. کاٽيءَ جو مقرر انداز (جيڪو هڪ ماڻهو کي ورهاست ۾ ملي). ڳهٺو.

**ڳهو چاڙهڻ:** مدد ڏيڻ. ڪم پورو ڪرڻ.

**ڳهيرُ:** ص. پريل- ٿمتار. بردبار. ڳنڀير. گهڻ ڄاڻ- گهڻيون ڳالهيون ڄاڻندڙ.

**ڳهيَلُ:** ص. ٿڪل- ورچيل- چُور- ساٿو.

**ڳٺُون:** ث. ڳانءِ- ڊڳي.

**ڳُٺي:** ث. مقعد- چِت- ڏُبر.

**ڳُٺي اگهاڙو:** بيحيا- بي شرم. بي ننگ.

**ڳُٺي ٻيڻ ڪرڻ:** ڪنجوسائي ڪرڻ- پڪائي ڪرڻ.

**ڳُٺي ڇڪي تي رکڻ:** سيٽ ڪرڻ- مغروري ڏيکارڻ.

**ڳُٺي ڏيکارڻ:** دل جو راز ٻڌائڻ. بيپرواهي ڏيکارڻ. انڪاري ٿيڻ. پٺ ڏيڻ.

**ڳُٺي ڏيئي هليو وڃڻ:** پورو جواب نہ ڏيڻ. پورو منهن نہ ڏيڻ.

**ڳُٺي سوڙهو:** ص. بخيل- ڪنجوس- شرم.

**ڳُٺي ڪوڙڻ:** ويهڻ. ٽڪڻ لاءِ ويهڻ. هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪرڻ.

**ڳُٺي ڳيسَ:** ث. توبہ- بان- آڻ مڃڻ.

**ٻُئيءَ ڳاڙهو ٿيڻ:** بيحياءُ ٿي پوڻ.

**ٻُئي ڳرو:** ص.مغرور-وڏائي خور.

**ٻُئي ڳنا ڪائڻ:** اجايو حرص ڪرڻ.پيٽ ڀرڻ.

**ٻُئي گهرڙائڻ:** خدمت چاڪري ڪرڻ.آزي نيزاري ڪرڻ.

**ٻُئيءَ مارائڻ:** بدفعلي ڪرائڻ.

**ٻُئي مان ڳالهائڻ:** لاغرضائيءَ سان پيش اچڻ.رکوءِ اڻنگو جواب ڏيڻ.

**ٻُئي وات تي هٿ رکڻ:** ڪنهن جي پچار نه ڪرڻ.غريبي ۾ گذارڻ.

**ٻِيتَ:** ث.ٻِيهڻ جو عمل-ٽڪَ.

**ٻِيت ڏيڻ:** نڙيءَ کي زور ڏيئي ڪا شيءِ پاڻي پيٽ ۾ وجهڻ.

**ٻِيتُون ڏيڻ:** تڪليفون ڏسڻ.تڪليف سان ڪم ڪار ڪرڻ.

**ٻِيتُ:** ذ.گيت-ٻِيچُ-گانو.

**ٻِيتَ ڳائڻ:** ڳُڻ ڳائڻ-ساراهه ڪرڻ.

**ٻِيتَڻ:** م.ٻُڙڪ ٿڻ-ٻِيت ڏيڻ.

**ٻِيٽَ:** ث.سَٽ جي ڍيري.

**ٻِيٽي:** ث.ٻُوٽ (چوپڻ راند جي).اِٽي-ڪِلي.ٻڪٽاري جي تند ويڙهڻ وارو ڪاٺيءَ جو ٽڪر.

**ٻِيجهڙو:** ص.ڪوڙو عشق-سڌڙيو.

**ٻِيجهو:** ذ.ڍونڍ کائيندڙ پکي-ٻَجهه.حرامخور.

**ٻِيجهو ٿيڻ:** محتاج ٿيڻ.قرضي ٿيڻ.

**ٻِيچُ:** ذ.گيت.ڳاچ-ٻِيو.شاديءَ وغيره جي موقعي تي چيل گيت-سهرو.

**ٻِيچ ڳائڻ:** سهرا چوڻ.گيت ڳائڻ.

**ٻِيرانجهڙو:** ذ.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.(ص) ٻِيري جي رنگ جهڙو.

**ٻِيرو:** ذ.هڪ قسم جو پکي.(ث.ٻِيري).

**ٻِيرو ڪري ڇڏڻ:** ورڪوهي ڇڏڻ.

**ٻِيري هيٺان آڻا ڪڍڻ:** تمام چالاڪيءَ سان ڪو ڪم ڪرڻ.

**ٻِيري جي وِڪ:** تمام ٿورڙو پنڌ.

**ٻِيڙُ:** ص.سست موالي.بيوقوف.بي زور.چاڪر-غلام-ٻانهو.

**ٻِيڙَڻُ:** م.خريد ڪرڻ-وٺڻ-ٻِنهڻ.

**ٻِيڙو:** ذ.ٽيپو-قطرو-ڦڙو-ٻُوند.

**ٻِيڙهه:** ص.اپرو-ڪمزور-ضعيف.سست.ٻوڙهو-ڪراڙو.

**ٻِيڙهڻ:** خريد ڪرڻ-ٻِنهڻ-سودڻ.

**ٻِيڙهو:** ص.خريدار-گراهڪ.

**ٻِيسَڻُ:** م.ٻُڙڪڻ-هضم ٿيڻ.

**ٻِينوار:** ص.ديوانو-سودائي-ٻودلو.

**ٻِينهُو:** ص.خريد ڪندڙ-ٻِنهندڙ-خريدار-گراهڪ.

**ٻِينو:** ذ.ڍِنڍي پکيءَ جو هڪ قسم-لنگهو.

**ٻِيو:** ذ.ٻِيچ-گيت.

**ٻِيهَڻُ:** م.ٻُڙڪ ٿڻ-ٻِيت ڏيئي کائڻ.

**ٻِيهي وڃڻ:** ٻُڙڪائڻ.ڦبائڻ-هضم ڪرڻ.موروثي حق غصب ڪرڻ.

**ٻِيهُون:** ذ.گيهون-گندم-ڪڻڪ.




**گه:** ث.اُچار گهي سنڌي "الف-ب" جو تيتاليهون اکر.

**گهابُ:** ث.ڪِذ-تراني-هيٺاهين زمين-نشيب.

**گهاب ڪڍڻ:** بيمار ٿي پوڻ.ايذاءُ پهچڻ.

**گهابارو:** ذ.نڙيءَ جي گُهٽ-سخت تڪليف سان به نه ڳالهائي سگهڻ جي حالت.

**گهات:** ث(سن) قتل-خون-ڪوس.مناسب وقت.موقعو-تاڪ-تاڙ-وجه.دشمن يا شڪار لاءِ لڪي ويهڻ جي جاءِ-ڪمين گاهه.

**گهات ڪرڻ:** قتل ڪرڻ-مارڻ-خون ڪرڻ (آپ گهات ڪرڻ= پاڻ کي مارڻ).

**گهات ۾ هجڻ:** مناسب موقعي جي تلاش ۾ هجڻ-وجهه ڳولڻ.

**گهاتڪُ:** ص.قاتل-خوني.فريبي-دغاباز.دوکي سان ماريندڙ.

**گهاتُو:** ص.تاڪ ۾ ويٺل شڪري.شڪاري.دشمن-ويري.سمنڊ ۾ مڇيءَ جو شڪار ڪندڙ.ٽوٻو-غواص.

**گهاتُو:** اسم خاص.شاهه جي رسالي جي هڪ سُر جو نالو.

**گهتِي:** ذ.خوني-قاتل.خطرناڪ-نقصانڪار.

**گهاٽُ:** ذ.ڪنڌي تي ٻيڙيءَ مان لهڻ يا چڙهڻ جي مقرر جاءِ-پَتڻ.

ڏوبين جي ڪپڙن ڌوئڻ جي جاءِ- ٽَڙ. ٽ تو- چوڪي. پهڙ- جبل. ڊول- نمونو- گهاڙيٽو.

**گهاٽ گُسائڻ:** وقت تي ٽارڻ. وارو گُسائڻ.

**گهاٽُ گهڙڻ:** رستو ڳولهڻ. منصوبو سٽڻ- سازش ڪرڻ. رٿَ رٿڻ.

**گهاٽاپو:** ذ. ڪاٽ ڪُوٽ- گهٽتائي.

**گهاٽاڻ، گهاٽائي:** ث. پاڻيءَ جي ڪثافت. ڪپڙي جي موٽائي. رنگ جي گهرائي.

**گهاٽو:** ذ. نقصان- چيهو- ٽوٽو- خسارو. (ص) گهٽو (جهنگ). ڳوڙهو (رنگ). ويجهو (دوست، عزيز). سَنهو- ڪثيف. ٿلهو (ڪپڙو). ڳتيل- مڙهيل (ث. گهاٽي).

**گهاٽو پوڻ:** نقصان پوڻ- چيهو رسڻ. ويجهو ٿيڻ.

**گهاٽا گهاءَ:** ذ. ڏک- گهاءُ- زخم. چير- ڏار.

**گهاٽي سِرنهن ڏِسڻ:** سنگت پرکڻ.

**گهاٽي:** ث. جبل جي وادي- ماٿري. جبل جو گس- لڪ. ڪمي- اناث.

**گهاٽي واڌي:** ث. ڪمي بيشي- گهٽ وڌ. ڪَس ڪَسر.

**گهاپاتو:** ذ. ڏڪا ڏوم- دربدري- ڏاڪڙا.

**گهارِ:** ث. جبل يا واريءَ سي زمين ۾ پاڻيءَ ۾ وهڪ سان ٿيل ڏر- ڦار- چير.

**گهارُ:** ص. ٻَڪٻَڪيو- واترادو.

**گهارَڻُ، گهارڻُ:** م. گذارڻ- ڪاٽڻ- جالڻ.

**گهارو:** ذ. واهه، ندي وغيره ۾ وهڪري سبب ٿيل ڪاڏ- ڪَنڌ. وهڪرو.

**گهارو ڪري وڃڻ:** پاڻيءَ جو ڦاٽي نڪرڻ- ڪنڌ پٽجي وڃڻ.

**گهارِي:** ث. وِٿي- وڇوٽي. ويڇو- جدائي. وڇوڙو. پاڻيءَ جي وهڪري ۾ پيل روڻ. ڪپڙي مان نڪتل تندن جي وڇوٽي.

**گهاري پوڻ:** وِٿي پوڻ. جدائي ٿيڻ. رنڊڪ پوڻ.

**گهاڙَ:** ث. چِلَ- گهڙائي (ڪانيءَ جي). گهڙڻ يا ٺاهڻ جو نمونو- گهاڙيٽو.

**گهاڙو:** ذ. ڦڏو ليڪو- ڏنگو ليڪو.

**گهاڙُو:** ذ. گهڙيل گس. وڏو رستو- سڌي واٽ. لوهه جو هڪ قسم.

**گهاڙي:** اسم خاص. دادو پرسان وهندڙ هڪ واهه جو نالو.

**گهاڙيٽو:** ذ. گهڙت جو نمونو. نمونو- ڊول. رِٿا.

**گهاڙيٽي جو گهڙيل:** گهڙت جو عمدو نمونو- عمدو شاهڪار.

**گهاگهائِڻُ:** م. ڏوڪڻ- "ڏو" ڪري گهڙڻ. همت سان ٽپي پوڻ. آسرو لاهڻ (پوٽي جي پرواهه نه ڪرڻ).

**گهاگهرِ:** ث. ڏاتوءَ مان ٺهيل خاص قسم جو ٿانءُ (پاڻيءَ پرڻ لاءِ. مَٽَ جهڙو)- موريو (پتل يا ٽامي جو). دِلو.

**گهاگهرو:** ذ. هڪ قسم جو زنانو ڏگهو ڪڙتو. گهيروارو ڏگهو چولو

**گهاگهري:** ث. ننڍي گهيري وارو ڏگهو باراتو چولو.

**گهامَ:** ث. اُس- سج جي گرمي. گُهٽَ.

**گهامُو:** ذ. گاهه جو هڪ قسم- ڳَمُ.

**گهانچَڻ:** م. ايذاءُ رسائڻ. چچرڻ- چيپاٽڻ. گهوٽڻ.

**گهانچو:** ذ. رستي ۾ ننڍي کَڏ- جهانڪو.

**گهاندارُ:** ذ. چوپائي کي ڳچيءَ ۾ ٻڌل وڏو گهنڊ- وڏو چڙو. وڏو شاهي جانور.

**گهانگهه:** ذ. وڏو چير (زخم جو). پڪل چلم جو تَرو.

**گهانگهرا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. حيدرآباد لڳ هڪ ڳوٺ جو نالو- گهانگهرا موري.

**گهانگهو:** ذ. نڪر جي پڪل ٿانءُ جي ڳچيءَ وارو گول حصو- ڳرڻ

**گهانگها ڪڍڻ:** يڪدم پورو ڪرڻ (ڪوبه ڪم).

**گهانگها لاهڻ:** پورپور ڪرڻ- ٽڪر ٽڪر ڪرڻ- پاڳا لاهڻ.

**گهانگهو ڳچيءَ ۾ وجهڻ:** پرايو آزار پنهنجي ذمي ڪرڻ.

**گهانُ:** ذ. ڪنيءَ جا ڪپڙن ڌوئڻ مهل هڪڙي واري لاءِ ٺاهيل جوڙا- مُچو.

**گهانُ ڪرڻ:** ڪپڙن کي ڦرهي تي سٿڻ.

**گهاڻو:** ذ. تيلي ٻج پيڙڻ لاءِ ڪاٺ جي ڪَلَ (جنهن کي اُٺ يا ڏاند ڦيري تي هلائي)- ڪولهو.

**گهاڻي ۾ وهائڻ:** سخت پورهيو ڪرائڻ. آزارڻ- ستائڻ. ٻنا جوري ڪم ونڻ.

**گهاڻي:** ث. ننڍو گهاڻو (جيڪو ماڻهو هلائي). مصيبت. آزار.

**گهاڻي پوڻ:** گهاڻيءَ ۾ ڳهڻ. سخت مصيبت پوڻ. ڳري سزا هيٺ اچڻ. سزا طور گهاڻي ۾ پيڙجڻ.

**گهاءِ:** ظ. وانگر- جهڙو.

**گهاءِ:** حرف جر. جيڪر- وانگيان- جهڙو.

**گهاءِ گهٽ:** ص. چٺوڙو- پيٺي- هٺ ڦاڙ.

**گهاءُ:** ذ. زخم- اونهو زخم. وَڍ- چهڪ.

**گهاءُ گُسائڻ:** ٻئي جو وار خالي موٽائڻ. ڪاوڙٽارڻ.

**گهاءُ ڳُهب:** ث. ڦرڙيون- لِڦون- زخم.

**گهاءُ وجهڻ:** زخم ڪرڻ. وَڍ وجهڻ- آزارڻ. طعنن مهڻن سان وَڍ وجهڻ.

**گهائڻُ:** م. زخمي ڪرڻ- ڦٽڻ- گهايل ڪرڻ.

**گهائلُ، گهايَلُ:** ص. زخمي- ڦٽيل- واڍوڙيل. ڏکويل- ستايل (عشق جو).

**گھائل ٿيڻ:** زخمجڻ- مجروح ٿيڻ- ڦٽجڻ.

**گھائل مائل:** ص. هريل مريل- هاتو ماتهو. رليل مليل. حجتي- گستاخ.

**گھائو:** ذ. مڇي مارڻ جو وڏو ڄار.

**گھائُو:** ذ. گھاءُ ڪندڙ- گھائيندڙ. نقصانڪار. تيز- تکو. اونهو (ڌڪ. زخم). (ص) بهادر- سورهيه- پهلوان.

**گھائي:** پلي يا مڇي مارڻ جو ننڍو ڄار.

**گھايو:** ذ. لوهار جو ڌڪن هڻڻ ۾ بانهن ٻيلي مزور.

**گُھبَ:** ث. اک ۾ لڱل ڌَڪ. لڱل ڌڪ (جنهن ۾ سوڄ ٿئي).

**گُھبُ:** ث. جھڪ (ٿانءُ وغيره). مڏ. ننڍڙي کڏ- کِل.

**گُھبِتي:** ث. گھوڙي هڪلڻ لاءِ خاص لڪڻ.

**گھبرانِ:** ث. ٻوڙاڻ. مونجھ (دل جي).

**گھبَراهَٽَ:** ث. بيقراري- لوچ پوچ- آتر ويلا- مُونجھ (دل جي)- آنڌ مانڌ. دٻ- ٻُوٽ. پريشاني.

**گھبرائڻُ، گھبرائجڻ:** م. حواس خطا ٿيڻ. ٿٿان ڦٿان ٿيڻ- ششدر ٿيڻ. هڪ ٻڪو ٿيڻ. ڊڄڻ. واڻڙو ٿيڻ. پريشان ٿيڻ. بيقرار ٿيڻ.

**گھبرو:** ص. ڪَنن کان گھٽ ٻڌندڙ- ٿورو ٻوڙو. گھٽ واجو ڪندڙ (سِڪو).

**گُھبَڻِ:** ث. ڪانياتي.

**گھبو:** ذ. ٺٺولي- چٿر- کِل (چرچو گھبو= کِل مسخري). ٺڳي- دغا.

**گُھبو:** ذ. نڙيءَ جي گُھٽ- گھاٻارو.

**گُھبو پوڻ:** گھگھي پوڻ.

**گھِبِي:** ث. ٻاراتي راند جو هڪ قسم.

**گُھبِيتُ:** ذ. مناٽيءَ جو هڪ قسم.

**گھبِيڙُ:** ص. ڄاتو- سمجھو. ڏاهو. ڏاڍو- سخت.

**گھت:** ث. چال- روش- گَت.

**گھت صحيح ڪرڻ:** هلت چلت سمجھڻ- چال ڏسڻ.

**گھت هڻڻ:** ڪنهن آتڪل سان ريجھائڻ.

**گھتَ:** ذ. وجھ- موقعو. وقت- عرصو.

**گُھتَ:** ث. ٽٻي- گوتو- غوطو (پاڻيءَ ۾). گوهي (پچڻ ۾).

**گُھت ڏيڻ:** گُم ٿي وڃڻ. پاڻيءَ ۾ تيزيءَ سان ٻاهر نڪرڻ.

**گُھتون ڇڏڻ:** گوهيون نہ ڪرڻ. بهانا ڪرڻ.

**گُھتون هڻڻ:** ٽٻيون ڏيڻ (پاڻيءَ ۾ ڪُجھڙو ترڻ). گوهيون ڏيڻ. ٽٽائڻ لاءِ پڇڻ.

**گُھتِر:** ذ. گوسڙو- گھتون هڻندڙ. رول- آواره. ڪم چور.

**گھتَڻُ:** م. وجھڻ- گھيڙائڻ. داخل ڪرڻ- درج ڪرڻ.

**گھٽ:** ص. ٿورو- ڪم. اٻپورو- ڪَسو. ننڍو- اوتو. خسيس. هلڪو. ڪوتاه. مختصر. قليل. ورلي.

**گھٽ پوڻ:** نستو ٿيڻ- ضعيف ٿيڻ.

**گھٽ ڪرڻ:** گھٽائڻ. ڪٽ ڪرڻ. ٿورو ڪرڻ.

**گھٽ وڌ:** ص. ٿورو گھڻو- ڪم بيش. مهانگو سهانگو.

**گھٽ وڌ چوڻ:** ٻڪواس ڪرڻ. اجايو ڳالهائڻ. گارگند ڪرڻ. بدَشدَ ڳالهائڻ.

**گھٽ وڌائي:** ث. ڪمي بيشي- ٿوري گھڻي. ردوبدل- ڦير گھير. فرق- تفاوت.

**گھٽُ:** ذ. لنگھ- ٻنيو. دَرُ. لڪ- دَرو. لوگھو- ڳِڙک. گس- پيچرو. جسم. دل- من- جيءُ. روح- ساهه.

**گھٽُ اندر گھوڙا:** پنهنجي اندر وجود جا واڄٽ.

**گھٽُ گھيڙُ:** ذ. گھاٽ ۽ تڙ (پاڻيءَ جا). لنگھ- رستو. ور وڪڙ (رستي جا).

**گھٽُ ونڻ:** لنگھ جي جاءِ تاڙڻ- رستو روڪڻ.

**گُھٽَ:** ث. رگھ- اُٻس. ٻوسات (هوا جي). روڪ- جهل. سوڙهه- تنگي.

**گُھٽَ ٿيڻ:** هوا بند ٿيڻ سبب مونجھ ٿيڻ. تنگي ٿيڻ- سوڙهه ٿيڻ.

**گُھٽ ڪرڻ:** واهون بند ڪرڻ- تنگ ڪرڻ.

**گُھٽ ٻُوسات:** ث. سوڙهه سنگھيڙ. تاءُ تپت. ظلم زبردستي.

**گُھٽُ:** ذ. ڍڪ- سُرڪ.

**گھٽا:** ث. ڪارو ڪڪر- گھاٽو ڪڪر.

**گھٽا وَڌي:** ث. گھٽ وڌائي- ڪمي بيشي. ٿورائي گھٽائي.

**گھٽاءُ:** ذ. ڪَٽ- تخفيف- لاٿ. بچت- ڪفايت.

**گُھٽائتو:** ذ. گُھٽ وارو- اڪرس- اوماهي.

**گھٽائَڻُ:** م. ٿورو ڪرڻ. لاهڻ (اگھ). ڪَٽ ڪرڻ- وضع ڪرڻ. هيٺ ڪرڻ (درجو). ننڍو ڪرڻ- ڇوٽو ڪرڻ. تخفيف ڪرڻ. ڇنڊڻ.

**گھٽتائي:** ث. ڪمي. ٿورائي. قلت- اڻاٺ. ڪَس. کوٽ. ڪوتاهي.

**گھٽجَڻُ:** م. لهڻ- لاٿ ڪرڻ. ٿورو ٿيڻ. ننڍو ٿيڻ. زوال ٿيڻ. سُسَڻ. ڇانڊجڻ.

**گھٽجڻ وڌجڻ:** گھٽ وڌ ٿيڻ. لهڻ چڙهڻ (اگھ، پاڻي). يڪسان نہ رهڻ.

**گُھٽجَڻُ:** م. بند جڻ (ساهه)- ٻُوساٽجڻ. واڌ روڪجڻ (ٻُوٽي، فصل جي).

**گُهتر:** ذ.ٻوساتيندڙ-گلودٻائيندڙ.

**گُهتڪار:** ث.گُهٽ-اُٻس.

**گُهتڪَڻُ:** م.ڏِڪ پرڻ.پاڻيءَ وغيره نڙيءَ مان ڏکيائيءَ سان هيٺ لَهڻ.اُنڙجڻ-اُٽڪوا ڇڻ.

**گُهتڪو:** ذ. پاڻي پيئڻ وقت نڙيءَ ۾ هڏڪو اچڻ جي حالت. هڪدم ٻيٽ.واڍن جي هڪ اوزار جو نالو.

**گهتنا:** ذ(سن)واقعو-معالو-حالت.

**گهتَنُ:** م.گهٽجڻ-گهٽ ٿيڻ-ٿورو ٿيڻ.

**گُهتَڻُ:** م. گهتو ڏيڻ- گهوگهو ڏيڻ. نڙيءَ کان جهلڻ. سوڙهو ڪرڻ-تنگ ڪرڻ.مجبور ڪرڻ.

**گهتو:** ذ.گهيتو(چوپايو)-ڍُنبو.

**گهتو ٻڌجڻ:** ٿلهو متارو ٿيڻ.ويڙهاڪ ٿيڻ.

**گهتو وڃڻ:** نقصان ٿيڻ.ٽوٽو پوڻ.

**گُهتو:** ذ.گهوگهو-نڙيءَ ۾ ساهه جي ٻوسٽ.

**گُهتو ڏيڻ:** گهوگهو ڏيڻ.گهوگهو ڏيئي مارڻ.سوڙهو ڪرڻ.مجبور ڪرڻ.زوري ڪا ڳالهه مڃائڻ.

**گُهتو کائڻ:** صبر ڪرڻ-سهي وڃڻ.ڪنهن ڳالهه تان ٽري وڃڻ.

**گهتوري:** ث.جوان رڍ.

**گهتِي، گهتِي:** ث.گِلي-ٻَلي-ڪُوچو-سوڙهو لنگهه.راهه-گس-چارو.گهرن جي وچان سوڙهو گس.

**گهتيون گهمڻ:** اجايو رلڻ.بيڪار اُجهڻ.ڏڪا کائڻ.

**گُهتي:** ث.ننڍڙي ٻار کي ڏنل جلاب-سُتي.

**گهتيرو:** ص. ٿورو گهٽ- ڪجهه ٿورو- ڪَسو- اوڻو. هلڪو. ڪوته.

**گُهپُ:** ذ.وَڍ-ٽڪو-ڪَپ.

**گُهپَ:** ص.گهتو-سخت(اندارو).گهتي اوندهه-گُهگهه اونداهي.

**گهپاتو:** ذ.ٽاپو-ٽڏو-آٽڙ-نوڪر.

**گهپلو:** ذ.گڙٻڙ.ڏچو.غلطي.هيراڦيري.غبن.دوکو.

**گهپو:** ذ.گهاءُ-زخم-ٽڪو-گُهپ.

**گِهچ:** ث. سوڙهي جاءِ ۾ مخلوق جي گهڻائي.گهڻائي- سوڙهه- پِيهَ. گَپ-چِڪَ.

**گهچ مِچ:** ث.گهڻائي-سوڙهه-پيهه.گڏو چڙ.

**گُهچ:** ذ.ٽنگ-سوراخ.گُهپ.(ص)اگلو-گدلو.بيوقوف.چيڳرو.

**گهچا ڪڍڻ:** سخت سزا ڏيڻ-آنڊا گوندا ڪڍي ڇڏڻ.

**گَهچَرُ:** ذ.گهڙيال جي پليٽ تي متر کي جا ڏَڪ-نڪانو ڪي.

**گهِچَڪَ:** ث.لسي متا ڇري ڪجهه ڪاڏ-ڪڙٻڙ.

**گهچِڪو:** ذ.لوڏو-گهڪو-رنڊڪ.

**گهچلو:** ص.ميرو-گدلو-ڪنو.

**گُهچَڻُ:** م.گُهسڻ-گهيڙڻ-زور سان وجهڻ.گُهچا هڻڻ(لاٽونءَ کي).

**گُهچو:** ذ.لاٽونءَ کي ٻئي لاٽونءَ جي چُهنب سان سوراخ ڪرڻ.

**گُهچي:** ص.ڪنهن ڳالهه تان ڦري وڃڻ واري حالت-ڦيري-ڦِرٽي.

**گهڏَڻُ:** م.نشي ۾ اَٽڙڻ-نشي يا ننڊ ۾ جهولڻ.اوجهرڻ-گهوماٽجڻ.

**گهرُ:** ذ. مڪان- بيت- رهڻ جي جاءِ- مَسڪن. جاءِ- جڳهه.هنڌ-نڪاتو.خانو.

**گهر آباد ڪرڻ:** گهر وسائڻ-شادي ڪرڻ.

**گهر ٻارڻ:** فساد جاڳائڻ-ٻن جي وچ ۾ لائي چائي ڪرڻ.

**گهر ٻاري ڏياري ڪرڻ:** ناموس ۽ مشهوريءَ لاءِ اجايو خرچ ڪرڻ.فضول خرچي ڪرڻ.

**گهر ٻَڌڻ:** گهرياتين ۾ اتحاد ڪرڻ.صلاح ڪرڻ-يڪراءِ ٿيڻ.

**گهر ڀَرڻ:** جاءِ کي سامان سان ڀرڻ.ٻئي جو مال ملڪيت پنهنجي گهر ۾ آڻڻ.

**گهر ڀِڳي:** ث.گهر جي ڪم مان واقف(عورت)-سگهڙ.

**گهر تائين پڄائڻ:** منزل تي رسائڻ.چيهه ڪرڻ-دنگ ڪرڻ.

**گهرَ تَڪڻُ:** گهر ڏسڻ.مقصد واري گهر جي ڳولا ڪرڻ.

**گهر تڏو ٿيڻ:** گهر سڙڻ-گهر کي باهه لڳڻ.

**گهر ٽَريو:** ذ.گهر جو رنجايل.

**گهر جو:** ص.گهر متعلق.ذاتي-پنهنجو.گهر جو پليل-ڏاريل.

**گهر جو ماڻهو:** ذ.ياتي-ڪٽنب.

**گهر جا پَچر ڳِنڻ:** اجايا پهه پچائڻ.خراب خيال رکڻ.

**گهر جا ڪُڪڙ مارڻ:** هيٺن تي ظلم ڪرڻ-غريبن کي آزارڻ.

**گهر جو ڏيئو ٿيڻ:** چڱو ماڻهو ٿيڻ.ٻَڌي ڪرڻ-ايڪو ڪرڻ.

**گهر جي ڳالهه:** ث.پنهنجي ڳالهه-ذاتي معاملو.

**گهر جي گهريتڙي هئڻ:** گهر کان ٻاهر نه نڪرڻ.

**گهر خيرڪو هئڻ:** گهر ۾ نه هجڻ-غير حاضر هجڻ.

**گهر ڏسي ڇڏڻ:** نام نڪاتي کان واقف ٿيڻ.رستو ڏسڻ.واقف ٿيڻ.

**گهر ڍهڻ:** زال مري وڃڻ.

**گهر ڪرڻ:** جڳهه پيدا ڪرڻ.سمائجڻ(دل ۾).گهر آباد ڪرڻ. ڪنايت شعاري ڪري بچت ڪرڻ.نام نڪاتو ناهڻ.هڪ دنڌ ٿانيڪو ٿي ويهڻ.آسودو ٿيڻ.

**گهر ڪائڻ:** بيروزگاريءَ ۾ گهر جا ٿپڙ وڪڻي گذران ڪرڻ.
**گهَر ڪائڻ لاءِ اچڻ:** گهر ويران هئڻ.
**گهر کي ٻُهاري ڏيڻ:** گهر تباهه ڪري ڇڏڻ. گهر جو سڀ سامان چوري ڪري وڃڻ.
**گهر گُسائڻ:** پنڌ کان پاسو ڪرڻ- خوددار ٿيڻ.
**گهر گُونهن ڪرڻ:** ڪِن ڪرڻ- گندگي پکيڙڻ. نقصان ڪرڻ. بيڙو ڪرڻ. گِلارو ڪرڻ.
**گهر لُٽائڻ:** ضرورت کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ. فضول خرچي ڪرڻ. ملڪيت اڏائڻ.
**گهر مان لڳڻ:** پنهنجي ڪٽنب مان ويرپيدا ٿيڻ.
**گهر مٿي تي کڻڻ:** گوڙ ڪرڻ- هُل ڪرڻ.
**گهر مسيت ٿيڻ:** گهر سُڃو ٿيڻ.
**گهر ۾ گنگا وهڻ:** پاڻ وٽ سڀ ڪجهه موجود هئڻ.
**گهر ۾ گهارڻ:** رضا تي راضي رهڻ.
**گهر وينٺي تير هڻڻ:** اڻ ٿيڻيون تجويزون گهڙڻ- اجايا پهچائڻ.
**گهر هلائڻ:** گهر جو انتظام هلائڻ. گهر جي روزمره ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ خرچ ڪرڻ.
**گهُرَ:** ث. طلب- ضرورت- چاهه. مرضي. دعوي. لهڻو- قرض.
**گهُرَ ڪرڻ:** طلب ڪرڻ. مگڻ- تقاضا ڪرڻ.
**گهرائو، گهِرائو:** ذ. خاندان- نسل. ڪٽنب. ڪُڙم- پيڙهي- ٻڻ.
**گهران:** ظ. گهر مان. هڙمان- ڳنڍ مان- پنهنجي طرفان.
**گهران گهل ڪڍڻ:** اندر مان ٻيائي ڪڍڻ- دل صاف رکڻ.
**گهرائتو:** ص. بنيادي- اصيل- خانداني- وڏ گهرائو.
**گهُرائَڻُ:** م. ڪوٺڻ- سڏڻ. طلب ڪرڻ. حاضر ڪرڻ.
**گهر ٻارُ:** ذ. گهرءِ ڪٽنب. ٻار ٻچا.
**گهر ٽَڙُ:** ذ. گهرگهاٽ. نام نڪاتو.
**گهرٽَڻُ:** م. گهوٽڻ- رهٽڻ- گهرڙڻ.
**گهرٽو:** ذ. گهرڙاٽ- گهرڙو.
**گهرٽِي:** ث. جنڊ.
**گهَرٽي:** ث. ننڊ جي ٻِنڪي- اوجهرائي.
**گهَرٽيون ڪائڻ:** ٻنڪيون کائڻ. ڳتيون پچائڻ. دل مَن هڻڻ.
**گهُرٽي:** ث. قدم ۾ نندي شيءِ. بندري- گهُنڪي.
**گهُرجَ:** ث. ضرورت- طلب- کَپُ- حاجت.
**گهُرجائُو:** ص. ضرورتمند- طالبو- حاجتمند.
**گهُرجَڻُ:** م. لازم هئڻ. کپڻ- مِلڻ.

**گهر ڌڻي:** ص. گهر جو مالڪ. مڙس- خاوند. (اصطلاحاً) ڪُوئو.
**گهرڙاٽُ:** ذ. گهرڙجڻ جو زوردار آواز (گاڏيءَ جي هلڻ يا ڏندي ڪونڊيءَ ۾ گهوٽجڻ جو آواز)- رَهٽو.
**گهرڙڻ:** م. اڏوگ ٻرو گهوٽڻ- ڏارو ڪرڻ. رڳڙڻ- مهٽڻ. خارش ڪرڻ.
**گهرڙ گهائُو:** ص. ڏاڍو گهائيندڙ. بي قياس. زوراور.
**گهرڙو:** ذ. ننڍڙو گهر.
**گهُرڪجڻ:** ڪاوڙجڻ- رنج ٿيڻ.
**گهرڪَڻُ:** م. گسڪڻ- رڙهڻ- ترڪڻ.
**گهُر ڪَڻُ:** م. گُڙڻ. چڙٻ ڏيڻ- تڙي ڪڍڻ.
**گهُرڪو:** ذ. وري وري گهُرڻ- ڪُرڪُر. ڏڙهي- هڏي.
**گهُرڪي:** ث. هڏي- چڙٻ- جهڙڪ. جُٺ.
**گهرگهاٽُ:** ذ. نام نڪاتو- جاءِ جڳهه. رهائش- سُڪونت.
**گهر گهُر:** ث. وري وري گهرڻ يا چوڻ. گهڻو چوڻ. بار بار تاڪيد.
**گهِرگهِلو:** ص. ڍلو- خلاصو. ويڪرو (ث. گهِرگهِلي).
**گهَرگهلو پير کڻڻ:** اُبهرو ڪم ڪرڻ- تڪڙو قدم کڻڻ.
**گهَر ناني:** ص. ساهريجي گهر ۾ رهندڙ ناني.
**گهَرَڻُ:** م. بدن ۾ سستي يا بيماري محسوس ٿيڻ. دل ماندي ٿيڻ.
**گهُرَڻُ:** م. طلب ڪرڻ. سوال ڪرڻ. مگڻ- هٿ ٽنگڻ. چاهڻ- پسند ڪرڻ. تقاضا ڪرڻ. اُگاڙڻ (قرض)- وصول ڪرڻ.
**گهُري وٺڻ:** طلب ڪري وٺڻ. ضرورت جو اظهار ڪري وٺڻ. اجازت سان کڻڻ. سوال ڪرڻ.
**گهرُو:** ص. گهرَ جو. ذاتي- پنهنجو. داخلي معاملن جو.
**گهرَوارو:** ذ. مڙس- خاوند- وَرُ. گهر جو مالڪ- ڌڻي.
**گهرَواري:** ث. زال- جوءِ.
**گهروڙَڻُ:** م. ٻوندو مُنهن تي گسائڻ- ٻُجو ڏيڻ.
**گهر وينٺي:** ظ. بنا محنت جي. مفت ۾. ڪيڏانهن وڃڻ کان سواءِ.
**گهِري:** ث. مرضي. رب جي رضا- ڌڻيءَ جي مرضي. قضا.
**گهِري:** ث. وڃهوٽي راند جي ٻاري يا دري.
**گهِريون ڪرڻ:** ٻاريون ناهڻ- توليون ڪرڻ (راند لاءِ).
**گهرِيتڙي:** ث. ٻيتين ۾ گهرناهيندڙ جيت جو هڪ قسم.
**گهرِيتي:** ث. گهرواري. گهرڌياڻي- گهر جي مالڪياڻي. وريتي- سهاڳڻ.
**گهرِيلُو:** ص. گهر جو. ذاتي. گهر جو نهيل- هٿراڌو. گهر جو پاليل.
**گهريلو صنعت:** ذ. هٿ جو هنر- دستڪاري.
**گهڙَ:** ث. ناهپ- گهاڙيٽو- نمونو- ساخت. گهڙن جي ناله.
**گهڙا مَنجي:** ث. گهڙن (دلن) رکڻ لاءِ ڪاٺين مان نهيل گهوڙي.

**گھڙائي، گھڙائي:** ٿ.زيورن جي ٺهرائي.

**گھڙائڻ:** م.ٺهرائڻ (ٻگم). جوڙائڻ-اڏائڻ.

**گھڙپَ:** ٿ.سارين جي فصل لاءِ پاڻيءَ ۾ ٻج ڇٽڻ.

**گھڙپو:** ذ.بلڪل پتڙو تيل.ٺوٺڻ جهڙو.

**گھڙپي:** ٿ.ناٽڪ-سانگ.چم جو خاص لڪڻ (گھوڙي هڪلڻ لاءِ).

**گھڙپَچ:** ذ.ٺاهڻوه.سوچ ويچار-ڳڻڀوت.

**گھڙت، گھڙپَ:** ٿ.بناوت-گھاڙيٽو-ساخت.

**گھڙپو:** ذ.گھڻو کائيندڙ-پيٽوڙي.مڪار-دوکيباز.

**گھڙڄڻ:** م.ڇلجڻ.منڍجڻ (اڏاوت).بنجڻ-ٺهڻ.

**گھڙڪو:** ذ.گھنډ جو آواز.

**گھڙڻ، گھڙڻ:** م.ٺاهڻ-جوڙڻ (زيور).ٺپڻ (ٺانو).

**گھڙڻ:** م.داخل ٿيڻ-گھڙي وڃڻ.اندر وڃڻ.دخل ڏيڻ.پيهڻ.وڃڻ (پاڻيءَ ۾).

**گھڙي:** ٿ.گھڙڻ جو نمونو-گھڙت-گھاڙيٽو.

**گھڙو:** ذ.دلو.

**گھڙو پجڻ:** ڳالهه کلڻ-راز فاش ٿيڻ.وسيلا وڃڻ.

**گھڙا پرڻ:** خدمت ڪرڻ.چاڪري ڪرڻ.

**گھڙولو:** ذ.ننڍڙي ٻار جي چرخ يا ڊپ لاهڻ لاءِ هڪ سوڻ (ٿالهه ۾ ٺانڊا رکي مٿان خالي دلو اونڌو ڪجي.پوءِ ٿالهه ۾ پاڻي وجهجي ته گھڙو ٻڙٻڙ جو آواز ڪري).

**گھڙولي:** ٿ.ننڍڙو گھڙو-دلي.

**گھڙي:** ٿ.ڏينهن رات جو سٺون حصو (جيڪو 24 منٽ ٿئي).پل-ڪَن-ساعت-لحظو.وقت ڏيکارڻ جو اوزار-واچ.ننڍو دلو-دلي.

**گھڙي پرڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم موجب گھوٽ ڪنوار لاءِ سٺن کوهن جي پاڻي مان دلي پري اچڻ (جنهن ۾ ٻيو پاڻي ملائي وهنجار جي).

**گھڙيءَ جا گھڙيال هڻڻ:** قدرت جا ڪرشما ظاهر ٿيڻ.

**گھڙي ساز:** ذ.واچ ميڪر.

**گھڙي ساعت:** ٿ.ڪَن پل-ٿوري دير.

**گھڙي ساعت تي هجڻ:** مرڻ جي قريب هجڻ.

**گھڙي ڪَن:** ٿورو وقت-اڪ ڇنب-ٿوري ساعت.

**گھڙي گھڙي:** ظ.ذري ذري-ٿوري ٿوري دير کان پوءِ.وري وري-هر هر.

**گھڙي ماسو گھڙي تولو:** ڦرندڙ گھرندڙ-گھڻ متيو.چلولو.

**گھڙيءَ ۾:** ظ.پل ۾-لحظي ۾-يڪدم-جهٽ پٽ.

**گھڙيالُ:** ذ.پتل جي گول ٿالهي (جنهن کي ڪاٺ جي متر ڪي سان ڌڪ هڻي وڄائجي.عموماً پهريدارن وٽ، اميرن جي درن ٺي يا عاشورن جي جلوس ۾)-گھنډ.پٽ تي ٺنڪڻ لاءِ وڏي گھڙي.

**گھڙيالچي:** ذ.گھڙيال وڄائڻ تي مقرر ملازم.

**گھڙيالو:** ذ.گھڙيال.گھڙولو.هُرلي يا نار جي تڙ جو ترو.

**گھڙيو:** ذ.اَن جو هڪ ماپو-چوٿالو.

**گھس ڦس:** ٿ.ڪَن جي ڳالهه-سُس پُس-پٽڪو.

**گھسڻُ:** م.زور سان اندر وڃڻ.گھڙڻ.پيهي وڃڻ.داخل ٿيڻ.

**گھشو:** ذ.ڌڪو-ٺيلهو.ڪنهن شيءِ کي زور سان هيٺ مٿي دٻڻ واري حالت.خُفي جو ٻُڙڪو.جماع-ميلاپ.

**گھشا هڻڻ:** جماع ڪرڻ.

**گھگھ:** ٿ.اوندهه-ٻاٽ-اُجهندو-گھور.

**گھگھ اونداهي:** ٿ.ڪاري رات-ٻاٽ اونداهي.

**گھگھ:** ذ.پکيءَ جو هڪ قسم-چبرو.

**گھگائڻ:** م.آواز جهڪو ٿيڻ-گھگھو پوڻ.

**گھگھ پکي:** ذ.جهنگ ڪُڪڙ.چبرو.

**گھگھٽي:** ٿ.ڳچي هنڌ تي هنيل مُڪ.ٺبي-گوٺو.

**گھگھٽي:** ص.ٿُلهو ۽ بندرو (ماتهو).

**گھگھر:** ٿ.وڏي گھيري واري وڏو شاهي دلو-گھاگھر.وڄت جو سـز.

**گھگھر:** اسم خاص.ڪراچيءَ لڳ هڪ ڳوٺ ۽ پُل جو نالو (پپريءَ لڳ).

**گھگھراٽي:** ٿ.عجزي-نيزاري.نياز-نوڙت.

**گھگھرو:** ذ.گھاگھرو (زنانو چولو).

**گھگھري:** ٿ.سرگم کائڻ جو نمونو-تان-پلٽو.

**گھگھري هڻڻ:** ڳائڻ جو هنر ڏيکارڻ-پلٽو هڻڻ.

**گھگھري:** ذ.ڪُهَرَ (ڪاچ جو قسم).

**گھگھلڻ:** م.ڳيري جو "گھو...گھو" وارو آواز ڪرڻ.

**گھگھو:** ذ.وڏين ٻانهن سان ڊگھو زنانو چولو-گج.

**گھگھو:** ذ.وينل نڙيءَ جو آواز-گھٽيل آواز.

**گھگھو:** ذ.پکيءَ جو هڪ قسم.

**گھگھو:** ذ.سيٽيءَ جو آواز (ملازم کي سڏڻ يا موڪل ڏيڻ يا ٽائيم ٻڌائڻ لاءِ).

**گھگھي:** ٿ.روئندي روئندي ساهه جي گھٽ-سڏ ڪو.گھٽيل ڏڙيءَ مان آواز.ڊپ ۾ وات مان نڪتل آواز.

**گھگھي پوڻ:** گھٽي روڻ ڪري نڙي ويهي وڃڻ.

**گھگھي:** ٿ.نڪر جو سوڙهي ۽ ڳچيءَ سان ٽانءُ-صراحي.

**گُهگهيُون ٿيڻ:** ڪارڪن جو سُڪي خراب ٿيڻ.

**گُهگهيتڙو:** ذ. سنهي جيت جو هڪ قسم.

**گُهگهيري:** ث. گهگهو پاتل عورت- بروچاٽي.

**گهل:** ث. گهوڙن تي چڙهيل لشڪر يا ٽولو. لشڪر. ڌاڙيلن جو ٽولو.

**گهل پوڙو:** ذ. صفا چٽ پوڙو- بلڪل نه پڌي سگهندڙ.

**گهل تي پوڻ:** لشڪر تي پوڻ. انبوهه تي پوڻ.

**گهل گهل ڪرڻ:** وڏيون رڙيون ڪرڻ- ڌاڙ گهوڙا مچائڻ.

**گهلَ:** ث. اوجهراٽي- پنڪي. ننڊ جي گهر.

**گهلر:** ذ. هجوم- انبوهه- ميڙ- ولر- ٽولو.

**گُهلڻُ:** م. ڳرڻ. رِجڻ. پاٽي ٿيڻ. ملڻ- گڏجڻ. لڳڻ (هوا).

**گهلوري:** ث. گيهه رکڻ لاءِ ٿامي يا پتل جو لوٽو.

**گهمَ:** ث. آلاڻ- نمي. هوا ۾ پاڻيءَ جو اثر. پاڻيءَ- پوسل. ماڪ. سمَ (زمين جي).

**گُهم:** ث. گهمڻ جي حالت. گهٽ- اُبس. آڙنگ.

**گُهماٽجڻ:** م. مٿو ڦرڻ- پنواٽي ٿيڻ. پريشان ٿيڻ.

**گهماٽي:** ذ. پنواٽي- ڦيري- گهمري. مٿي ڦرڻ جي حالت.

**گهما گهم:** ذ. پرپور. ڳوڙهو- گهرو.

**گهمائڻُ:** م. ڦيرائڻ- چڪر ڏيڻ. سَير ڪرائڻ. گشت ڪرائڻ. دوکو ڏيڻ.

**گُهمتاڙي:** ث. ڦيرو- چڪر. سَير. ڦيري.

**گُهمتاڙي ڏيڻ:** گهمي ڦري اچڻ. چڪر ڏيڻ.

**گهمَٽ:** ذ. نازنخرو- انگل آرو. ناهنوه.

**گهمجڻُ:** م. ماڪ ۾ پسڻ- آڊڪو ٿيڻ. گهم ۾ آلو ٿيڻ.

**گهمچر:** ذ. هُل هنگامو. ڌمچر- ٻاٽتال.

**گُهمرو:** ذ. ڦيرو- چڪر. پيرو.

**گُهمرا پوڻ:** بدهاضمي سبب پيٽ ۾ وَٽ پوڻ.

**گُهمرو ڏيڻ:** پيرو ڏيڻ. ڦيرو ڏيڻ. وارو ڏيڻ.

**گُهمرو ڪڍڻ:** ملهه ۾ وارو ڪڍڻ. دولاب سان نڪڻ.

**گُهمرو گهٽي:** ث. واري ڦيري- اچ وچ. سنيال سڙي- جاچ جوچ.

**گُهمرو لڳڻ:** وارو ورڻ. وجهه ملڻ.

**گُهمرو نه ڪرڻ:** سار نه لهڻ- يادگيري نه ڪرڻ- پيرو نه ڪرڻ.

**گُهمري:** ث. ڦيري- چڪر (مٿي کي)- گهمتاڙي.

**گُهمري ڏيڻ:** ملهه ۾ اٽڪل سان وڪڙ ڏيئي ڦاسائڻ. چالاڪي ڪرڻ. نقصان پهچائڻ.

**گُهمري ڪڍڻ:** ڌمڪي چاڙهڻ. بدشد ڳالهائڻ.

**گُهمريُون کائڻ:** ڦرڻ- چڪر کائڻ. ڦيريون پائڻ.

**گهمسانُ:** ذ. لڙائي- جنگ. پيڙ- انبوهه- هجوم. هُل- هنگامو- هنبس. مانداڻ. ڌمچر- ٻائيتال.

**گهمگوڙ:** ذ. گهمسان. گوڙشور. مونجهارو. بکيڙو.

**گهمگُهمو:** ذ. پاڻيءَ گرم ڪرڻ جو ٿانءُ- سماوار.

**گهمَنُ:** م. جبرو- ڏاڍو. زوراور.

**گهمَندڙُ:** ص. چڪر ڏيندڙ- ڦرندڙ. سيلاني.

**گهمندڙ زال:** ث. بداخلاق عورت- ٻاهرپيري.

**گهمَنڊُ، گُهمَنڊُ:** ذ. غرور- تڪبر- فخر- وڏائي. هَٺ. آڪڙ- سيٺ. پروسو- زور.

**گهمنڊي:** ص. وڏائي خور. هنيلو.

**گهمَڻُ:** م. ڦرڻ. چڪر ڏيڻ- سَير ڪرڻ. گشت ڪرڻ- پسار ڪرڻ.

**گهمڻ ڦرڻ:** چڪر هڻڻ- سير ڪرڻ. تفريح ڪرڻ.

**گهمڻ گهوٽو:** ذ. گهٽين نشيدار شين کي گڏي گهوٽڻ جي حالت.

**گهمَڻ گهوڙو:** ذ. گهمڻ جو شوقين. سيلاني. رولاڪ. هڪ هنڌ سِڪ ڪري نه ويهندڙ.

**گهنُ:** ذ. لوهه جو وڏو مترڪو. گهمن.

**گهن چَڪَرُ:** ص. وڏو چالاڪ. بيوقوف. آتشبازيءَ جو چڪر (جنهن ۾ گهڻن ئي قسمن جا نمونا ٿين).

**گُهنُ:** ذ. پاخانو- جسم مان خارج ٿيندڙ گند.

**گهنتري:** ث. چالاڪي- حرفت. ڏٽو- دلبو. دم دلاسو.

**گهنتري باز:** ص. اٽڪلي- چالاڪ- حرفتي.

**گهنتري چاڙهڻ:** ڏٽو ڏيڻ. چالاڪي ڪرڻ- حرفتبازي ڪرڻ.

**گهنٽو:** ذ. هاٿيءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل وڏو چڙو- گهنڊ.

**گُهنٽو:** ذ. زمين ماپڻ جو هڪ ماڻ (ويهه ويسا).

**گهنٽي، گهنٽي:** ث. گهنڊ ٽي.

**گهنپتري:** ص. دم دلاسو- ڏٽو گشو.

**گُهنجُ:** ذ. سَر (ڪپڙي ۾). وَر (پيشانيءَ ۾).

**گُهنج وجهڻ:** سَر وجهڻ (منهن يا ڪپڙي ۾).

**گُهنجائڻُ:** م. گهنڊ پائڻ. ڪنڊارڻ (ڪنب). سَر وجهڻ- چِٽائڻ.

**گُهنججڻُ:** م. چِڻ چِڻ ٿيڻ. ڳنڍجڻ- ڳَتجڻ. ڪاندارجڻ (ڪنب).

**گُهنجَر:** ذ. گهنج وارو- گهنجيل- وٽيل سٽيل.

**گُهنجڻُ:** م. گهنج وجهڻ (ڪپڙي ۾). سَر وجهڻ (پيشانيءَ ۾).

**گھنجَ:** ث. خوشي- سرهائي. مزو- لطف. وندر. فرحت- آرام.

**گھندُ:** ص. وڏو پهلوان- ڪوپو- جنگ.

**گھندُ:** ذ. پتل وغيره مان ٺهيل ٿالهي- گھڙيال. وڏو چڙو.

**گُھندُ:** ذ گھنج (مُنهن ۾). مُنهن تي پڌل ڪپڙي جو جُهنڊ.

**گُھنڊ وجهڻ:** مُنهن ۾ سَرَو جهڻ. پيشاني ءَ ۾ گھنج وجهڻ.

**گُھنڊ ڪرڻ:** مُنهن ڍڪڻ- نقاب چاڙهڻ. ماٺو ڪرڻ- نخرو ڏيکارڻ.

**گھنڊ وارو:** ص. گھنڊ پڌل (جانور).

**گھنڊِني:** ث. گھنٽِي. چڙي.

**گُھنڊو:** ذ. وَڪڙ- وَڙ.

**گُھنڊِي:** ث. پيچ- وڪڙ- وَڙ. گُهنج- اُٺاوت ۾ رهجي ويل ڏاگي جي ڳنڍ. مونجهارو. سنگ جي سُنڊي. اَڻ نڪتل سَنگ (جوئر جو).

**گُھنڊِي پيئڻ:** پنگ جو سنگ پورپور ڪري گھوٽي پيئڻ.

**گھنڊارو:** ص. گھنڊيدار- مُنجهيل- موڙهل. مشڪل- اهنجو. وچڙيل وارن وارو.

**گُھنڊيدارُ:** ص. ورن وڪڙن وارو- پيچدار- گُهنڊيون ٿيل.

**گھنڊيءَ لارَ:** ث. چڙي جي اندر آواز پيدا ڪرڻ لاءِ ڪاني يا لوهه جو ٽڪر.

**گھنگھرُ:** ذ. جنجال- معاملو. ڳچيءَ ۾ پيل مسئلو. مونجهارو. ذميواري. مصيبت.

**گھنگھر گھارڻ:** پريشان حال ۾ گھارڻ- مفلسيءَ ۾ پوڻ.

**گھنگھر ۾ پوڻ:** مصيبت ۾ پوڻ- آزار ۾ پوڻ.

**گھنگھرجَڻ:** م. مصيبت ۾ پوڻ. مُنجهڻ- پريشان ٿيڻ. ميرن ڦاٿل ڪپڙن ۾ هجڻ.

**گِھنگُھرو، گُھنگھرو:** ذ. پتل جي ننڍڙي دٻلي (جنهن ۾ ڇني جيترو پٿر پيل هجيءَ وجي).

**گُھنگھريالو:** ص. گھنڊيدار- پيچدار- خمدار.

**گھنگھريو:** ص. ڏکن جو ماريل- پيڙيل- ڏکيو.

**گھنگھٹو:** ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**گُھنگَٽي:** ذ. ڳٽي- چنتا. ڳرو مرض. جيت جو هڪ قسم.

**گھنگَھورُ:** ص. ڪارو (ڪڪر). گجگوڙ وارو (جهڙ).

**گھڻ:** ث. گھڻائي. افراط- ڪثرت. واڌ- اضافو.

**گھڻ اکرو:** ذ. گھڻن لفظن وارو. گھڻو ڳالهائيندڙ- ڳالهائو.

**گھڻ جاڻُ:** ص. گھڻو ڄاڻندڙ- ڏاهو- سُجاڻ.

**گھڻ خَرچو:** ذ. قيمتي- مهانگو- عاليشان. وڏو خرچ ڪائيندڙ. عياش.

**گھڻ رُخو:** ص. گھڻن پاسن وارو- پهلودار- گھڻ پاسائون.

**گھڻ ڪُرو:** ظ. عام طرح- اڪثر- عموماً. جيڪر. هميشه جو.

**گھڻ ڳالهائُو:** ص. گھڻو ڳالهائيندڙ. ٻڪ ٻڪيو. واتراڏو.

**گھڻگُھرو:** ص. ڀلو چاهيندڙ- خير خواهه.

**گھڻگُھرائي:** ث. خير خواهي- ڀلائي- نيڪي.

**گھڻ مَتيو:** ص. ٻين جي صلاحن تي هلندڙ- پرمتڙيو. ڦرتو گھرتو.

**گھڻ ۾ پوڻ:** ڊگھي ڳالهين ۾ پوڻ. اجاين ڪمن ۾ پوڻ. ڊيگهه ۾ پوڻ.

**گھڻ واختائي:** ث. پريشاني- مونجهارو. آنڌ مانڌ. حيراني. مشغوليت.

**گھڻ واهيتو:** ذ. گھڻن ڪمن وارو. گھڻن خيالن وارو.

**گُھڻائڻُ:** م. نڪ جي آواز سان ڳالهائڻ.

**گھڻائي:** ث. زيادتي- واڌ. سرسي.

**گھڻڪَڻُ:** م. گھنگھرن وانگر وڄڻ. ٻرڻ.

**گھڻڪورَ:** ث. گھنڊ جو آواز. گھنگھرن جو آواز.

**گھڻ گھڻ:** ث. گھنڊ يا چڙي جو آواز. واڄٽ.

**گھڻو:** ص. زياده- جهجهو- ڪثير- بسيار. جام- جال. ريل ڇيل. بيحد.

**گھڻا سَرَ اُٽلائڻ:** گھڻا زمانا ڏسڻ- آزمودگار هئڻ.

**گھڻو تڻو:** ظ. اڪثر ڪري- عام طور.

**گھڻو ٿيڻ:** ڪجهه نه ٿيڻ.

**گھڻو ٿيو:** هاتي بس ڪر (ڪم يا ڳالهائڪان منع ڪرڻ)

**گھڻو سارو:** ظ. سالم- سربستو- سمورو.

**گھڻو ڪري:** ظ. اڪثر ڪري- عام طور.

**گھڻي ويهڻ سئو هئڻ:** ڪيتري قدر ڏکيائي يا پريشاني هئڻ.

**گُھڻو:** ذ. ڪاني يا اناج کي کائيندڙ جيت- سُرو. (ص) نڪ مان ڳالهائيندڙ.

**گُھڻو لڳڻ:** سُرو لڳڻ. ڳجهو درد لڳڻ.

**گھڻيرو:** ص. ڪجهه وڌيڪ- البت سوايو- سرس.

**گھوٻاٽو:** ذ. اڻ گھڙيل ٿلهي ڪاني جو ٽڪر- ڏڪو. اُبتو جو ب. (ص) ٿلهو ۽ سگھارو (ماٺو).

**گھوٻاٽو چڙهڻ:** زور يا دٻاءُ چڙهڻ. عاجز ٿيڻ- پريشان ٿيڻ.

**گھوبو:** ذ. زمين کي کيڙڻ لاءِ هَر ۾ وڌل لوهي ڦار- ڇوني.

**گھوبو پوڻ:** ڪنهن شيءِ جو اک ۾ لڳڻ.

**گھوبِي:** ث. غبن. ڪپٽ- خيانت. بي ايماني- ويساهه گھاتي.

**گھوبي هڻڻ:** امانت ۾ خيانت ڪرڻ. ڪپٽ ڪرڻ. ويساهه گھاتي ڪرڻ.

**گھوبيون ڪرڻ:** ترڪتال ڪرڻ. دوکو ۽ دولاب ڪرڻ. ڪِپِتيون ڪرڻ.

**گھوتي:** ث.پَه- پور- ويچار.ڦيرو- بدل.

**گھوٽ:** ذ.لاڏو- وَنو- بَنرو. ڪانڌ- مڙس.

**گھوٽ بڻجي ويھڻ:** بي اونوتي ويھڻ- بيپرواھ ٿي ويھڻ.

**گھوٽالو:** ذ.گڙٻڙ- ڦڏو- بي انتظامي.رڳڙو- معاملو.

**گھوٽڻ، گھوٽڻُ:** م.ڏنڊي ڪونڊي ۾ حل ڪرڻ- رڳڙڻ.

**گھوٽي ڇڏڻ:** پائمال ڪرڻ- رڳڙي ڇڏڻ.

**گھوٽو:** ذ.گھوٽي پيئڻ جو پسار ڪيون شيون.

**گھوٽو پيارڻ:** نشو پيارڻ.ورغلائڻ- ريھڻ- ريبڻ.

**گھوٽيتا:** ص.گھوٽ جي ذات برادري وارا- گھوٽ جا ڄاڃي.

**گھوڄَ:** ث. ڇهنبياري ڪاٺي وغيره سان چوڪ. ڏَبُ ڦس.

**گھوڄُ:** ذ.پور- خيال- گھوچو.

**گھوڄائي:** ص.پورالو- خفقاني.بِٺاڪي.

**گھوڄ گھوڄان:** ذ.ڏَب ڏَبان.نوڪ نوڪان.

**گھوچڻ:** م. ڏتي پرڻ- ڏٺڻ. ڦسڻ. ڳوڻ وغيره ۾ زور سان وجهڻ. چِپائڻ.پچائڻ.

**گھوچو:** ذ.پور- خيال- ريچڪ- جُوجڪي. جهوٽو- پِنڪي.

**گھورَ:** ث.صدقو- خوشيءَ جي موقعي تي سرَ تي گھوري ڏنل خيرات. بخشش.خيرات.ڳولا- تلاش.ڦيري (گھورڙيءَ جي). مڇيءَ جي ڳولا ۽ شڪار.

**گھور ڏيڻ:** خوشيءَ جي موقعي تي لنگھن کي پئسا گھوري ڏيڻ.گھور ڪرڻ.گھورڻ.مڇي مارڻ.مڇي مارڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ڦيرا ڏيڻ.

**گھورَ:** ذ.ساز (سرندي يا دنبوري) جي تند، جيڪا "سا" تي وڄي.

**گُھورَ:** ص.خوفناڪ-ڀيانڪ-ڊيڄاريندڙ.

**گُھورَ:** ث.ٽَڪ- جوھَ- هڪ ٽڪ نظر.تکي نظر.غور سان ڏسڻ.

**گُھورن سان گھائڻ:** نخرن سان مارڻ.

**گھورارو:** ذ.گھور ڪندڙ-گھورڙيو.

**گھوراڙ:** ذ.هڪ قسم جي بَلا-گھوڙيال.

**گھورائو گھٽو:** ذ.رُلندڙ- ڦيريون پائيندڙ.قربانيءَ جو گھيٽو.

**گھورپ:** ث.ڳولا- تلاش- ڄاچ.صدقو- خيرات- بخشش.

**گھورڻ:** م. صدقو ڪرڻ.سرَ جي مٿان خيرات گھوري ڏيڻ. قربان ڪرڻ (ساهه).ڳولڻ- تلاش ڪرڻ.

**گھوري وڃڻ:** صدقو ٿيڻ.قربان ٿيڻ.فدا ٿيڻ.

**گُھورڻُ:** م. ٽِڪ ٻڌي ڏسڻ. تکي نظر سان جوھ وجهڻ. غور سان ڏسڻ. ڪاوڙ مان ڏسڻ.گھنڊ وجهڻ (مُنهن ۾).

**گھورو:** ص.ڳولائو- تلاش ڪندڙ.طالبو- گھرجائو.وڙول ڏيندڙ.

**گھورڙيو:** ص.ڦيري ڪري وڪرو ڪندڙ- ڦيريءَ وارو.

**گھورٿو:** ذ.ڦُلن اٿلائڻ لاءِ لوھ جو وڏو چمچو.

**گُھوريتو:** ذ.شوخ- تکو-گرم مزاج. ڪاوڙيل.

**گھوريو:** ص. خيرات ڪيل- صدقي ڪيل.بيڪار- اجايو- فضول.

**گھوريو پائي پيئڻ:** صدقو وڃڻ- قربان ٿيڻ.

**گُھوريون گُھورڻ:** هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ- ڳولڻ ڦولڻ.

**گھوڙا گھوڙا:** ث. رڙيون ڪوڪون- دانهون ڪُوڪون- هاءِ ذُوس.اڳاڻي دؤر ۾ گھوڙن جي گھلا چڻ جو اِڳوات اطلاع ڏيڻ جو اعلان.

**گھوڙو:** ذ.هڪ مشهور جانور- اسپ.شطرنج جو هڪ مُهرو.سامان رکڻ لاءِ ڪاٺ يا لوھ جو خاص ڪٻٽ.بندوق جو هڪ پرزو.

**گھوڙا پوڻ:** ظلم ٿيڻ.آفت اچڻ.پاڄ پوڻ.واويلا مچڻ.

**گھوڙا چڙھڻ:** پادر پوڻ- مو چڙا پوڻ.مصيبت ۾ ڦاسڻ.

**گھوڙو ٻڌڻ:** ڊروٿيڻ- ترسڻ- ڊيرچ ڪرڻ.

**گھوڙو ڇوڙڻ:** وڃڻ لاءِ هڪدم تيار ٿيڻ- نه ترسڻ- روانو ٿيڻ.

**گھوڙو ڊوڙائڻ:** ڪوشش ڪرڻ. پچ ڊوڙ ڪرڻ. طاقت هلائڻ. حيلو هلائڻ.

**گھوڙو وجهڻ:** ڊيڄارڻ- ڌاهڻ.مصيبت ۾ وجهڻ- آفت آڻڻ.

**گھوڙي تي چڙھي اچڻ:** گھڻي تڪڙ ڪرڻ- اُبهرائي ڪرڻ.

**گھوڙي سُوار:** ص.گھوڙي تي چڙھل- هسوار.

**گھوڙي ڪَن برابر هئڻ:** ڪو به فرق نه هئڻ.

**گھوڙي ڪَنو:** ذ.هڪ قسم جو جابلو ٻوٽو- اسپنگر- اسپغول.

**گھوڙي:** ث.گھوڙي جي مادي. منڊي ماڻهو جي ٽيڪ واري ڪاٺي (جيڪا ڪلهن هيٺيان رکي).پينگهي جي چٺن ٽنگڻ ۽ سرائيءَ واري اڏاوت.سيوين ٺاهڻ لاءِ مشين.

**گھوڙيالَ:** ث.بلا جو هڪ قسم (چون ٿا ته گھوڙي تي چڙھيل ماڻهو کي اُچل ڏئي چڪ هڻي).

**گھوڙيو:** ذ.پينگھو- جھولو.

**گھوڙي وَل:** ث.گاهه جو هڪ قسم.

**گُھوسو:** ذ.مُڪَ- مُڪ جو ڌڪ- ٺونشو.

**گھوڪَ، گُھوڪرَ:** ذ.ٺونو- ديهه- ٽَڪر (جانور جو).

**گھوڪڻ:** م.تيزيءَ سان اڳتي وڌڻ- ڌوڪڻ.

**گھوڪا ڏيڻ:** چوڪون ڏيڻ.

**گھوڪٿو:** ذ. بدفعلي ڪرائيندڙ.

**گھوگھ:** ذ. وڏو آواز- گوڙ. نڙيءَ جو گھٽيل آواز.

**گھوگھ مارڻ:** گھٽي بڪ ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ.

**گھوگھاٽ، گھوگھٽ:** ذ. زوردار هوا جو آواز- سُوساٽ. تيز ڦرندڙ شيءِ جو آواز.

**گھوگھاري:** ث. هڪ قسم جي چمڙي جي ڪُپي (گيھ يا تيل وجھڻ لاءِ).

**گھوگھرو:** ذ. ننڊ ۾ نڙيءَ مان نڪتل آواز- کونگھرو.

**گھوگھرا هڻڻ:** کونگھرا هڻڻ. بيفڪريءَ سان سمهڻ.

**گھوگھري:** ث. بيهوشي يا سڪرات ۾ نڙيءَ مان نڪتل آواز.

**گھوگھڙو:** ذ. هند ڪو وڏو ڏينهن- گوڏو.

**گھوگھڻ:** م. گُھٽڻ- گھوگھو ڏيڻ. پريشان ڪرڻ. چيچلائڻ.

**گھوگھو:** ذ. ٻنهي هٿن سان نڙيءَ کي گُھٽو ڏيڻ- گُھٽو.

**گھوگھو ڏيڻ:** گُھٽو ڏيڻ. زوريءَ سان ڪيڻ. محبور ڪرڻ.

**گُھوگُھو:** ث. ڳيري يا ڪبوتر جي تنوار. جيت جو هڪ قسم.

**گھوگھي:** ث. جانورن جي هڪ بيماري.

**گھوگھيتو:** ذ. ڪوڏ (پاڻيءَ جو جيت).

**گھولَ:** ث. ڳار.

**گھوگھتڻ:** گھوري چڏڻ- نثار ڪري ڇڏڻ.

**گھولڻُ، گھولِڻُ:** م. گھورڻ- صدقو ڪرڻ. پاڻيءَ ۾ ڳارڻ- حَل ڪرڻ.

**گھومَ:** ث. گھمڻ- چڪر- گشت. سَير. گھمتاڙي.

**گُھوماٽَ:** ث. مٿي جي ڦيري. ننڊ جي ڳهر. ساھ جي مونجھ.

**گھوماٽجڻُ:** م. مٿي کي ڦيري اچڻ. ساھ جي مونجھ ٿيڻ. هنيون ٻڏڻ. بيهوشي ٿيڻ. موڳو ٿيڻ. ڦيري کائڻ. چڪرا چڻ.

**گُھوماٽڻُ:** م. غمگين ٿيڻ- ارمان ۾ اچڻ. موڳو ٿيڻ.

**گھوماٽي:** ث. ڦيري (مغز ۾)- پنواٽي.

**گھوماٽي کائڻ:** پنواٽي اچڻ. ٽاٻو کائڻ.

**گھومُو:** ص. گھمندڙ. ڀٽڪندڙ. رُولو. سيلاني.

**گُھونگھاٽ:** ذ. هوا جو زورائتو آواز. لاٽونءَ جو آواز (ڦرڻ وقت).

**گُھونگھٽُ:** ذ. پوتي، چادر يا اجرڪ جي پَلُڏ سان مُنهن ڍڪڻ لاءِ جهنڊ- گُهنڊ. نقاب- حجابُ.

**گُھونگھٽ کولڻ:** نقاب لاهڻ. چڙواڳ ٿيڻ.

**گُھونگھڻ، گُھونگھِٽو:** ذ. جيت جو هڪ قسم.

**گُھونو:** ذ. ٿوري پاڻيءَ وارو ڍٻو.

**گھوئِي:** ث. ڪلابازي- ڦيرو. بهانو. گوٽنات.

**گھوئِي ڪرڻ:** گُھمرو ڪرڻ- ڦيرو ڪرڻ.

**گھيبَٽ:** ذ. ٻار جو ضد- ڪيٽو- ڪروڌ.

**گھيتلو:** ذ. جُتيءَ جو هڪ قسم (خاص ملتاني جتي). ويڪري پراٽي جُتي.

**گھيتلو ٿيڻ:** هِري وڃڻ. ترڙو ٿيڻ. ٻڪٻڪيو هئڻ.

**گھيتلو هئڻ:** هر ڪنهن جي سنگت ۾ هئڻ. ڦِرٽو گھِرٽو هئڻ.

**گھيٽو:** ذ. هڪ قسم جو جانور- ڏُنبو- گھٽو.

**گھيچَ:** ث. گهچ- سوڙھ. سوڙھ جي چپَ.

**گھيچ ٻَچا:** ث. آنڊا گجيون. ذرا پُرزا.

**گھيچ ٻچا چاڙهڻ:** دربدر ڪرڻ. نقصان هيٺ آڻڻ.

**گھيچَڻُ:** م. رهڻ- گسائڻ. ڊِڪڻ- ٺيلهڻ. ڳوهڻ- مَلَڻ.

**گھيچو:** ذ. سوڙھ ۾ ٺيلهو- ڌڪو. لوڏو- ٿاٻو. اُٺ جو لوڏو.

**گھيچا ڏيڻ:** لوڏا ڏيڻ. دٻ ڏيڻ.

**گھيرِ:** ث. موڪرائي- ويڪر. گھيل. پڪيڙ. چولي جي داون- دامن.

**گھيردارُ:** ص. گھرگھلو- خلاصو- ويڪرو- موڪرو. گھيري وارو.

**گھيرُ:** ذ. گھيرو- دائرو. گولائي. ڦيرو.

**گھيرَٽَ:** ث. ننڊ جو جھوٽو- پِنڪي. خمار- نشو. اوجهراٽي.

**گھيرجَڻُ:** م. گھيري ۾ اچڻ- محصور ٿيڻ. ڦيري ۾ اچڻ.

**گھيرَڻُ:** م. دائري ۾ آڻڻ. وڪڙ ۾ آڻڻ. گھيرو ڪرڻ- محاصرو ڪرڻ. سوڙهو ڪرڻ. قابو ڪرڻ. چوڌاري واهون بند ڪرڻ. مجبور ڪرڻ- سوڙهو گُھٽڻ. ڦاسائڻ.

**گھيرو:** ذ. دائرو- گولائي. ڦيرو- چڪر. دشمن جو چوڌاري ڦري اچڻ- حصار. حلقو- احاطو. گول جي ٻاهرين حد. گردو.

**گھيرو ٿيڻ:** واقف ٿيڻ. محاصرو ٿيڻ.

**گھيرو رکڻ:** گھٽوا چڻ- هرهرا چڻ.

**گھيرو ڪرڻ:** چئني طرفن کان ڦري اچڻ. محاصرو ڪرڻ.

**گھيري ۾ اچڻ:** محصور ٿيڻ. چئني پاسن کان ڦيري ۾ اچڻ. وراڪي ۾ اچڻ.

**گھيڙُ:** ذ. گھڙڻ جو هنڌ. درياءَ يا وهڪري جو اُهو هنڌ جتي تڙ يا ٻتڻ هجي- تَڙ- پتڻ. گھٽ- گس- لانگهو.

**گھيڙ گس:** ذ. رستا- واٽون- دڳ.

**گھيڙن مان گُذرڻ:** مشڪلاتن مان پار پوڻ. صدما سهڻ.

**گھيڙائِڻُ:** م. وجهڻ- داخل ڪرڻ. اندر ڪرڻ. لنگهائڻ. زور سان وجهر.

**گهيڙڻُ:** م. لنگهائڻ- اندروجهڻ- داخل ڪرڻ. ٿُنبڻ.
**گهيڙُو:** ص. پاڻي ۾ گهڙندڙ.
**گهيڪ:** ث. اُٺ جي گوڙ جو آواز. وچ ۾ ڳالهائڻ جي حالت.
**گهيلَ:** ث. ويڪر- ڪشادگي- موڪر- خلاصائي. دائرو.
**گهينگهه:** ذ. هڪ قسم جو جيت- تِنبڙي.
**گهِينگهر مالها:** ذ. اُٺ جي پاڪڙي سان گهينگهرن ڳتيل رسو.
**گهِينگهو:** ذ. تنبڙ جو هڪ قسم. نڪ جي غلاظت جي لار. (ص) اپرو- ضعيف.

**ڳ**

ڳ: ث. اُچار ڳي. سنڌي "الف- بي" جو چوئيتاليهون اکر. هن اکر سان ڪوبہ لفظ شروع ڪونہ ٿو ٿئي. هيءُ لفظ جي وچئين يا آخري حصي جو اُچار آهي.



**ل:** ذ. اُچار 'لام'. سنڌي "الف- بي" جو پنجيتاليهون اکر. عربيءَ جو ٽيويهون ۽ فارسيءَ جو ستاويهون اکر. ابجد موجب عدد (30). سنڌيءَ سرائڪي بولين ۾ "ر" سان بدلجي.
**لا:** ظ (ع) نہ. بغير- بنا- ڪانسواءِ. صفاتي اڳياڙي طور ڪم اچي (لاشڪ. لاثاني. لاعلاج وغيره).
**لا جو جيڪو لنگهڻ:** پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪرڻ.
**لا:** ذ. (انگ) قانون- قاعدو- دستور.
**لا اُبالي:** ص (ع) بيپرواهہ. آزاد- چڙواڳ. لاغرض- بي فڪر.
**لا الهٰ الا الله:** (ع) توحيد جو هڪ ڪلمو- الله کان سواءِ ڪوبہ معبود ناهي. اسلام جو پهريون رڪن.
**لابارجَڻ:** م. لابارو پوڻ- فصل لُڻجڻ- لُبجڻ.
**لابارو:** ذ. فصل جو لوبُ- پوک جي لُڻائي.
**لابارو وجهڻ:** پوک لڻڻ. سڄ ڪرڻ. قتل عام ڪرڻ.
**لابُد:** ظ (ع) بيشڪ- يقيني. مجبور- بيوس.
**لابِي:** ث (انگ) پارليامينٽ يا اسيمبليءَ جو ملاقاتن لاءِ وڏو ڪمرو.
**لابيارو:** ص. لاباري ڪرڻ وارو- لاهيارو.
**لابَڙَ تويو:** ص. ٻٽاڪي- داڙي- ڦڙٻاٽي. اجايون سجايون ڳالهيون ڪندڙ.
**لابَڙ چَٽُو:** ص. ٻيٽورو- هبچي. چٽو ڪندڙ. لابڙتويو.
**لابو ڏيڻ:** هرڪائڻ. ورغلائڻ.
**لابُ:** ذ. فائدو- نفعو- ڪٽيو. حاصلات.
**لاپائتو:** ص. فائدي وارو. سجايو. سُودمند.
**لابُ اَلابُ:** ذ. نفعو نقصان.
**لاپ خوري:** ث. ٻڪري وياڄ کائڻ جي حالت- وياڄ خوري.
**لاپ ڪارِي:** ث. اُپت. فائدو- نفعو.
**لاپيرو:** ص. وياڄ تي اڌارو ڏنل پئسو. لاپ وارو- فائدي وارو.
**لات:** ث. پکين جي بولي. وائي- بولي. ڪنن کي وڻندڙ مٺو آواز.
**لاتيُون لنوَڻ:** مٺيون بوليون ڪرڻ. بوليون بولڻ. مٺا بول اُچارڻ.
**لاتَ:** اسم خاص (ع) اسلام کان اڳ ڪعبة الله ۾ رکيل هڪ وڏو بت (جنهن کي حضرت شعيب جي قوم پُو ڄيندي هئي).
**لاتر:** ص. بوليون ڪندڙ. اهلون ڪندڙ- نقال- مسخرو.
**لاتَعدادُ:** ص (ع) بيشمار- اڻ ڳڻيا- بي حساب. ڳڻڻ کان ٻاهر.
**لاتَڻُ:** م. لڳائڻ- لائڻ (ڏاڍا ڏينهن لاتا اٿئي).
**لاٽ:** ث. ڪمي- گهٽتائي. وضع ڪيل يا ڪٽ ڪيل رقم. پاڻي لهڻ يا گهٽجڻ جي حالت.
**لاٽل:** ظ. برطرف ڪيل (عهدي تان).
**لاٽَ:** ث. شعلو- چيپي- اُلو. ميڻ بتيءَ يا ڏيي جي روشني. شعاع. پاڻيءَ جي لار- ڌار. ڏونهين جي لاٽ.
**لاٽ ٿيڻ:** روانو ٿيڻ. يڪدم گم ٿيڻ.
**لاٽَ ڪرڻ:** دونهون ڪيڻ. روان ٿيڻ- وَهي هلڻ.
**لاٽُ:** ذ (انگ: لارڊ) امير- حاڪم. گورنر. مختلف شين جو سٿو. هڪ جنس جي شين جي قطار. لانڍ.
**لاٽُ صاحب:** وڏو سرڪاري عملدار.
**لاٽار:** ث. بي توجهي- بيپرواهي. ڏيان نہ ڏيڻ. ٻڏي يا ٻُڏي.
**لاٽارڻ:** م. ڏيان نہ ڏيڻ. بيپرواهہ رهڻ.
**لاٽري:** ث. قرعہ اندازي (گهڻا ماڻهو گڏجي ٿوري ٿوري رقم جمع ڪن ۽ پوءِ ڪٿو وجهي هڪ ماڻهو جي حوالي ڪن)- ڪٿو- پڪو.
**لاٽ ڪُوٽ:** ذ. ٿوري علم يا ٿوري هنر وارو شخص- معمولي ماڻهو.
**لاٽَڻ:** ث. گهر جي ڇت ۾ ٻيل وچ واري ڪامَ.
**لاٽوري ڏيڻ:** چوري ڪرڻ. ڏهو ڏيڻ.

**لاتو لُوهي ڇڏڻ:** سڀ ڪجهه برباد ڪري ڇڏڻ.

**لاٽُون، لاٽمو:** ذ. هڪ قسم جو ٻاراتو راندڪو (جيڪو ڏور ويڙهي ڦيرائجي).

**لاٽُون ڇُگها ٻڌڻ:** تڪرار ڪرڻ - معاملو مچائڻ.

**لاٽُونئڙو:** ذ. ننڍڙو لاٽون. راندڪي جو هڪ قسم.

**لاٽِي:** ث. اُٺ جي نڪ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڌيل ڪاني.

**لاٽِي چاڙهڻ:** جماع ڪرڻ.

**لانائي:** ث. ننڍائي. ٿورائي. گهٽتائي - ڪمي.

**لانِڙيو:** ص. ڇوٽو. ننڍو - لانجهو - ڪسو - گهٽ (قد ماپ ۾).

**لانِڙيو:** ذ. لنين سان وڙهندڙ - ويڙهاڪ. خوشامدي - چاپلوس.

**لانَنُ:** م. پروسو رڪڻ - ياڙڻ.

**لانيڙو، لانيرو:** ص. ڪجهه ننڍڙو. ٿورو گهٽ. ننڍو (عمر ۾).

**لانيو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو. هڪ قسم جو گاهه.

**لاثاني:** ص (ع) جنهن جهڙو ٻيو نه هجي. بي مثل - يڪتا - يگانو. پنهنجو مَٽ پاڻ.

**لاپَته، لاپَتا:** ص. گم - غائب. جنهن جو نالو نشان نه لڀي.

**لاپَرواه:** ص. بيپرواه - لاغرض. ڌيان نه ڏيندڙ. ڪان نه ڪيندڙ.

**لاپَڙُ:** ص. ڏکهوءِ ڏبرو ماٺهو.

**لاپڙِي:** ص. ڦڏي - تيڙي - ڏنگي.

**لاپَڙِيو:** ذ. مَله جو هڪ داءُ. ڦِڙتي. تنگ و چڙائي ڪيرائڻ جو انگ. پاسي وارو ڏڪ - پاسيرو ڏڪ (ڪمان سان گز جو).

**لاپِسي:** ث. ڪڻڪ جي اٽي جو پتڙو شيرو.

**لاپو:** ذ. لاباري کان پوءِ فصل جي اَنَ مان لاهياري وغيره کي ڏنل اُجورو. زميندار يا ٺيڪيدار جو مقرر ڀنڊان. لاڳ - حقابو. نيڪو.

**لاپي تي ڏيڻ:** فصل جي پيدائش جي حساب سان مقاطعي تي ڏيڻ.

**لاپِي:** ث. هڪ قسم جو مصالحو (جيڪو در درين جي شيشن کي مضبوط ڪرڻ يا ڪاٺ جي سوراخن کي بند ڪرڻ ۾ ڪم اچي).

**لاجَوابُ:** ص (ع) چُپ - خاموش - ماٺ. جواب نه ڏيئي سگهڻ جهڙو. عاجز. بي مثل - لاثاني.

**لاجواب ڪري ڇڏڻ:** چُپ ڪرائي ڇڏڻ. مجبور ڪري ڇڏڻ.

**لاجَوَرَدُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو نيري رنگ جو قيمتي پٿر.

**لاجوردِي:** ص. نيرو - آسماني.

**لاجُو:** ذ. لڄپال - ننگي - غيرتمند. نوڙي - رسو - کوهي جي رسي.

**لاچار:** ص (ع: لا + ف: چاره) بيوس - مجبور. محتاج. معذور. مفلس. ويچارو. بي پهچ. لاعلاج. هيٺو - ايرو.

**لاچارِي:** ث. بيوسي - مجبوري. عاجزي. تنگدستي. بيماري. اتهوند. حاجت - گهرج.

**لاچِڻ:** م. لالچ ڏيڻ. رشوت ڏيڻ.

**لاحاصُل:** ص (ع) بيفائدو - بيسُود. اجايو - فضول.

**لاحَد:** ص (ع) بيحد - بيشمار - اڻ ڳڻيا - اپار. بي انت.

**لاحَق:** ص (ع) پهچندڙ. پوئتان ايندڙ. لاڳو. ڳنڍيل - چنبڙيل. پوءِ اچي شريڪ ٿيندڙ.

**لاحق ٿيڻ:** چنبڙڻ - لڳڻ. لاڳو ٿيڻ. ونڻ (بيماري وغيره).

**لاحَل:** ص. حَل نه ٿيندڙ - مُنجهيل. ڏکيو - دشوار.

**لاحَول (ولا قُوة):** جملو (ع) ناهي قدرت سواءِ الله جي. شيطان کي ڀڄائڻ جو ڪلمو. ڌڪار جو اظهار.

**لاحول پڙهڻ:** لعنت وجهڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ. بيزار ٿيڻ.

**لادعويٰ:** ص (ع) دستبردار - بي دعويٰ. ڇڏيل - ترڪ ڪيل.

**لادَعويٰ ڪرڻ:** حق کان محروم ڪرڻ. ڪوبه حق نه ڏيڻ.

**لادَوا:** ص (ع) لاعلاج. حيلي وسيلي کان سواءِ.

**لادِينُ:** ص (ع) بي دين - ڪافر.

**لادِيني:** ث. ڪوبه دين مذهب نه هئڻ واري حالت - ڪُفر.

**لاڏَ:** ذ. محبت - پيار. ناز. انگل - نخرو - ماٽو. هيڄ.

**لاڏ ڏيکارڻ:** لاڏلو بڻائڻ. پيار محبت سان سانڍڻ.

**لاڏ ڪرڻ:** انگل ڪرڻ - نخرو ڪرڻ. هيڄ ڪرڻ. پيار ڪرڻ.

**لاڏ لاهڻ:** هٿ وڏائي ڇڏڻ - نخرو ڦِنو ڪرڻ.

**لاڏانُ:** ث. وهٽن تي لڏو ڪٽي ويندڙن جو ساٿ. قافلو. قطار (اُٺن جي). سامان - اسباب. ٻئي هنڌان لڏي آيل ماڻهو.

**لاڏاتو:** ذ. لڏپلاڻ - ڪُوچ - هجرت موت. وفات - رحلت.

**لاڏائُو:** ص. لڏپلاڻ ڪندڙ - لڏيندڙ - سانگي.

**لاڏڪو:** ص. لاڏوارو - لاڏلو. (ث. لاڏڪي).

**لاڏَڪوڏ:** ذ. ناز نخرو. پيار محبت. انگل ماٽو. دادلائي.

**لاڏ ڳدُوڙو:** ص. ڇلولو - اَڻ نگو (ٻار) - نِنر.

**لاڏَلو:** ص. پيارو. انگلي - نخريلو. البيلو. (ث. لاڏلي).

**لاڏڻِ:** ث. لڏو - سامان - اسباب. لڏي آيل ماڻهو.

**لاڏو:** ذ. پيارو - محبوب - پِرين. گهوٽ - ونو - ٻنرو. شاديءَ جي موقعي تي ڳايل ڳيچ.

**لاڏُو:** ص. بارڪشندڙ (اُٺ). باربرداريءَ جو وهٽ. بارگير.

**لاڏُوئو:** ذ. لَڏ - بار - سامان - لَڏو.

**لاڏُئون:** ص. بارڪشندڙ - لڏيندڙ (وهٽ وغيره).

**لاڏي:** ث. ڪنوار- وَني. سهڻي زال- حسين عورت.

**لاڏي:** ص. لڏيندڙ- وطن ڇڏيندڙ.

**لارَ:** ث. قطار. تَندَ. پاٽيڻ جي سَنهي وَهڪَ- ڌار- نيندي. چاش جي تند ( جيئن ماکيءَ جي ). چڙي يا گهنڊ ۾ پيل ڪانيءَ يا لوهه جي ڪلي يا ڇپَر. پا جاريءَ جي هيٺين ڪاني. دل جو لاڙو.

**لارَ لائڻ:** پتي تند جو هڪ ڇنل پاڱو برابر ڪرڻ.

**لارَ لڳائڻ:** قابو ڪرڻ- قاسائڻ.

**لارُ:** ذ. جانور جو ڪير پياڪ ٻچو- ننڍڙو ڦر.

**لارائڻُ:** م. چيرو ڏيارڻ ( اوزار ڪي )- سراڻ تي تکو ڪرائڻ.

**لارو:** ذ. ڳانڍاپو- لاڳاپو- تعلق. پنارو. پيار- محبت. لاڙو- رغبت. وسيلو- آسرو.

**لاري لڳڻ:** پناري پوڻ. آسري تي هجڻ.

**لارو پنارو:** ذ. آسرو آتت- سهارو.

**لارُو:** ذ. ننڍو گهنڊ- گهنڊڙي.

**لاري:** ث. سواريءَ جي بَس. هڪ نالي بندوق جو هڪ قسم.

**لارَيبُ:** ص(ع) بيشڪ- يقيني. بنا شڪ شبهي جي.

**لاريو:** ذ. لغام جي ڪُنڍن ۾ ڪم ايند چم. جو تڪرو.

**لاڙَ:** ث. لاڙو ڪرڻ واري حالت. لاهي- نشيب.

**لاڙُ:** اسم خاص. سنڌ جو هيٺيون ڏاکڻيون طبعي پاڱو.

**لاڙائي، لاڙيچو:** ص. لاڙ جو رهاڪو.

**لاڙائو:** ص. لهندڙ- لاٽ وارو. هيٺ ڪرندڙ. زوال پذير.

**لاڙپاڙ:** ظ. وهنوار. بي باق- لٽ پٽ.

**لاڙڪاڻو:** اسم خاص. سنڌ جي هڪ ضلعيءَ شهر جو نالو.

**لاڙڪي:** ث. پکين قاسائڻ جي جاريءَ جو هڪ قسم.

**لاڙ قاڙ:** ظ. هڻ مار- پتوڙ- پاڻ بچاءُ.

**لاڙڻُ، لاڙڻُ:** م. هيٺ ڪرڻ. لتڪائڻ. موڙڻ- ورائڻ. ڦيرائڻ.

**لاڙو:** ذ. مائل ٿيڻ- رغبت- جهڪاءُ. ڌيان- خيال. پاسو. ميلانُ.

**لاڙُو:** ص. لڙندڙ- لهڻ وارو ( سج ).

**لاڙُو رات:** آڌيءَ رات. آسرو ويلو.

**لاڙهو:** ذ. ڇدي لسي- جهارو. ڪانگهارو.

**لاڙهي:** ث. لاهي- نمندي- هيٺ هين- نشيب.

**لاڙي:** ص. لاڙ جو. چانورن جو هڪ قسم. "لاڙ" جي اُنن جو نسل.

**لاڙي بَندر:** اسم خاص. سنڌو نديءَ جي هڪ قديم بندر جو نالو- لاهري بندر.

**لازمُ:** ص(ع) ڳنڍيل- ملحق- لاڳو. واجب- ضروري.

**لازم مَلزُوم:** ص. هڪٻئي سان لاڳاپيل. اهي ٻه شيون جن جي پاڻ ۾ جدائي ناممڪن هجي.

**لازمي:** ص. ڳنڍيل. ضروري. (ذ) گرامر موجب فاعل سان بدلجندڙ فعل.

**لازمي ڪرڻ:** ضروري ڄاڻڻ. ڪنهن ڪم يا ڳالهه کي لاڳو ڪرڻ.

**لازَوالُ:** ص(ع) فنا نه ٿيندڙ- هميشه قائم رهندڙ. غير فاني.

**لاسَ:** ث. ٻوڙ کي گهاٽو ڪرڻ لاءِ ملايل اٽو. شوروو- رَسُ (ٻوڙ جو).

**لاسَ:** ث. لَسي هئڻ واري حالت- لَس- لَساڻ.

**لاس:** ذ. گهٽ- پوئتي. نقصان ۾.

**لاسڃَڻ:** م. سيڪجڻ. چراتجڻ- لهسجڻ.

**لاسُڙ:** ص. لَسو- بنا ڪندن جي (وڻ، ٿاري). بنا وارن جي (جانور). بي ڏاڙهيو (ماڻهو)- ڳيرُو.

**لاسڙاٽُ، لاسڙياٽُ:** ص. بنا ڏاڙهي مُڇ جي- ڳيرُو- نوجوان.

**لاسوڙ:** ص. بنا ڪَندن وارو (وڻ)- لَسو.

**لاسي:** ذ. ڳڏهن جو هڪ نسل.

**لاسياري:** ث. قوم جواني- جوين- بلوغت.

**لاسيو، لاسيٽو:** ص. ٻنيءَ جي ڪم ۾ مدد ڪرائيندڙ- آبتي.

**لاشُ:** ذ(ف) ميت- مڙهه. جنازو.

**لاش ڪڃڻ:** ميت کي دفنائڻ لاءِ کٽي هلڻ.

**لاشاري:** اسم خاص. بلوچن جو هڪ مشهور قبيلو- هڪ ذات جو نالو.

**لاشَريڪُ:** ذ(ع) جنهن جو ڪو ٻه شريڪ نه هجي- ڌڻي تعاليٰ.

**لاشَڪ:** ظ. بنا شڪ- بيشڪ. درست- لابُد.

**لاشو:** ذ(ف) لاش. جسم. (ص) هيٺو- ايرو.

**لاطمعَ:** ص. بنا لالچ وارو- بي مطلب.

**لاطيني:** ث(ع) هڪ قديم زبان- عبراني.

**لاعلاجَ:** ص(ع) جنهن جو ڪو علاج نه هجي.

**لاعلَمُ:** ص(ع) بيخبر- غافل. اڻڄاڻ.

**لاعلمي:** ث. بيخبري. اڻڄاڻائي.

**لاغُ:** ص. ڏگهو- قداور. ڳرو. نڪمو- بيڪار.

**لاغ بنجڻ:** بدمعاش ٿيڻ- لُچو ٿيڻ.

**لاغَرُ:** ص(ف) ڏٻرو- ايرو. هيٺو- ضعيف.

**لاغرض:** ص. بيپرواهه- ڪاڻ نه ڪيندڙ.

**لاغَرضي:** ث. لاپرواهي. لالچ يا مطلب نه هئڻ واري حالت.

**لاغِري:** ٿ.ضعيفائي-ڏٻرائي-ايرائي.

**لافَ:** ٿ(ف) پاڻ پڏائڻ.ٻٽاڪ-لٻاڙ-داڙ.هوڏ-فخر.ڦونڊ.

**لافون هڻڻ:** ڊيڪ ڏيڻ-داڙون هڻڻ.

**لافر:** ص.لافون هڻندڙ-لاف زن.ٽرڙو.

**لافَري:** ٿ.ٻٽاڪ.پنهنجي ساراهه.پاڻ پڏائڻ.داڙٻٽاڪ.

**لاف گزاف:** ذ.داڙٻٽاڪ.بڪواس.

**لاڦڻ:** م.وڏيون وڪون وجهڻ.اڏنگو هلڻ.

**لاڪَ:** ٿ.گوڏٻڌڻ جو پوتڙو-گوڏ.

**لاڪَ لاهڻ:** ننگو ٿيڻ.بيشرم ٿيڻ.

**لاڪَ:** ذ(انگ) تالو-ڪُلف.تالي سان بند ٿيل-تالو لڳل.

**لاڪَر:** ذ(انگ) بئنڪ ۾ رکيل تجوڙي (جيڪا ڪا تيدار ڪي مسواڙ تي ڏجي).

**لاڪُر:** ظ.ڪان ونئي.

**لاڪُس:** ظ.اُن لاءِ-سندس ڪاڻ.

**لاڪَڙ، لاڪُڙ:** ٿ.سنهيون وڏيل ڪاٺيون (ٻارڻ لاءِ).

**لاڪڙَ:** ٿ.اُپي چاڙهي.

**لاڪَڙي:** ذ.عملدار-آفيسر.نگهبان-داروغو.

**لاڪنائُون:** ٿ.حرف علت جون نشانيون.اعرابون.

**لاڪنائُون ڳنڍڻ:** اعرابون ڏيڻ.حرف علت ڳنڍڻ.

**لاڪُوفِي:** ص.صاف دل-بي تعصب-متييد نہ رکندڙ.

**لاڪُون:** ظ.ڪان ونئي-لاڪُر.لاءِ-واسطي.جيڪڏهن.

**لاڪيٽُ:** ذ(انگ) ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ.

**لاکَ:** ٿ.هڪ قسم جي ڳاڙهو ڪوئر (جيڪو ٻير جي وڻن ۾ تارين تي ٿئي).

**لاکَ لاهڻ:** ڄٽ ڪرڻ.سيڪت ڏيڻ.مار ڪيڻ.تعدي ڪرڻ.

**لاکا:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.ڄامشوري ضلعي جو هڪ شهر.

**لاکڙو:** ذ.چوپائي مال جي هڪ بيماري.اُرڙي.

**لاکڙا لنگهائڻ:** مصيبتن ڪي مُنهن ڏيڻ.

**لاکو:** اسم خاص.هڪ درويش جو نالو ("لاکا لهرائي،لهر بحر جا سائين").سما قوم جو هڪ مشهور سردار "ڄام لاکو".

**لاکي:** ص.لاک جي رنگ تي رڱيل.لاک سان رڱيل چمڙو.

**لاکي:** اسم خاص.عورت جو نالو.

**لاکي چاچي:** ذ.هڪ قسم جو آبي پکي.

**لاکيرُ:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**لاڪيِنو:** ص.لکن جو-لک لهندڙ.لکن جو مَٺُ.سلڇڻو.سدورو.نا هو ڪو-سهڻو.(ٿ.لاڪيِني).

**لاڪيو:** ذ.گاهہ جو هڪ قسم.

**لاڳَ:** ٿ.ٽيڪ.

**لاڳَ جهَلڻ:** مٿر ڪي وغيره جي ڏک ڪي هينان آڏ ڏيڻ.

**لاڳُ:** ذ.ٽيڪ.مدد.هٿي.شاديءَ جي موقعي تي ڪاسبين ۽ هنرمندن ڪي ڏنل انعام-ٻانداڻ.ڏڻ.بخشش.

**لاڳُ ٻڌائڻ:** گهٽ وڌ چوڻ-بي مانو ڪرڻ.

**لاڳُ ڏيڻ:** ٻاس ڏيڻ-مڃتا ڏيڻ.منگتي يا ڪاسبيءَ ڪي مقرر ٻانداڻ ڏيڻ.

**لاڳ لائڻ:** واسطو رکڻ-ناتو جوڙڻ-ميندي لڳائڻ.

**لاڳُ ملائڻ:** چاڙهڏيڻ-ورغلائڻ-ريبڻ.

**لاڳ سارُو:** ظ.عام اڳهہ موجب.

**لاڳاپو:** ذ.تعلق-ڳانڍاپو-واسطو.مٿي ماڻهي يا دوستيءَ وارو ڳانڍاپو-لهو چڙ.

**لاڳاپا لاهڻ:** تعلق ڇڏڻ-واسطا ناتا ٽوڙڻ.بيحيا ٿي ٻيهڻ.خواري ڪٽڻ.

**لاڳانَ:** ٿ.وچڙندڙ بيماري.

**لاڳتَ:** ٿ.اصل خرچ.قيمت-ملهہ.نهرائيءَ جو خرچ.

**لاڳُ چاڳُ:** ذ.ناز-نخرو-انگل.

**لاڳُڙ:** ص.ساٿي-مددگار-معاون.طرفدار-حمايتي.

**لاڳو:** ذ.لاڳُ-ٻنداڻ.

**لاڳو:** ذ.متعلق-گڏيل-مليل.ويجهو.گڏ.لاڳيتو.

**لاڳوڙ:** ص.ڏاريل-سانديل-پاليل.وَهُرجڻ جي عمر ڪي پهتل.(وهٽ).

**لاڳيتو:** ظ.هڪٻئي پٺيان.مسلسل-متواتر.لڳل-گڏيل.پيڙو.ويجهو.ڳنڍيل.لڳ-وٽ-پرسان.

**لاڳيدار:** ص.محصول اُگاڙيندڙ.

**لالُ:** ذ(ف) ڳاڙهو رنگ.(ص) ڳاڙهو-سرخ.رتل (عشق ۾).تتل-ڳاڙهو (ڪاوڙ ۾).

**لال پاڻي:** ذ.ڳاڙهو شراب.حيض جو رت.

**لال پري:** ٿ.اندر سڀا جي آکاڙي جي پري.(ص) نهايت حسين عورت.

**لالئُون لال:** ص.نهايت سرخ ۽ شاداب.مالا مال.

**لالہ، لالا:** ذ(ف) ڳاڙهي رنگ جو هڪ گُل (پُست جي ٻُوٽي جو گُل).

**لالہ رُخ، لالہ رُو:** ص.سهڻو-معشوق.

**لالہ زار:** ذ.لال گُلن جو باغيچو.

**لالاکُو:** ص.سُکن جو پلپل.پنهنجي مرضيءَ وارو.چيڙاڪ.

**لالان:** اسم خاص.عورت جو نالو.

**لالانگهر:** ذ.ضرورت-گهرج- ڪان- حاجت.

**لالانگهرو:** ذ.آسرو-آڌار.واسطو- تعلق.ڳانڍاپو.

**لالانگهري لڳڻ:** دوستي يا لاڳاپي جي ناتي ڀنيان ڀروسو ڪرڻ.

**لالائڻ:** م.منت ڪرڻ.ليلائڻ.

**لالائي:** ث.ڳاڙهاڻ.سرخروئي.

**لالٽين:** ذ(انگ)گاسليٽ تي ٻرندڙ هڪ قسم جي بتي (جيڪا هٿ ۾ کڻي ٻهلجي).

**لالچ:** ث.لوڀ- حرص- طمع.هٻچ.ترغيب.

**لالچ ڪرڻ:** طمع ڪرڻ- لوڀ ڪرڻ.هٻچ ڪرڻ.

**لالچ ڏيڻ:** طمع ڏيڻ.ترغيب ڏيڻ- حرصائڻ.

**لالچائڻ:** م.حرصائڻ- هرکائڻ.ڏتارڻ.دلبو ڏيڻ.

**لالچندن:** ث.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**لالچڻ:** لالچي ٿيڻ- حريص ٿيڻ.

**لالچو:** ذ.ڌهري(زيور) جي سَر جي چوٽي ءَ ۾ پيل نندڙي مانڱه.

**لالچي:** ص.لوڀي- حريص- طامعو.خودغرض.

**لالر:** ث.نندڙڪڙي(اک).دلپسند- وڻندڙ.

**لالڙي:** ث.ڳاڙهي رنگ جو داڻو يا ٻج.

**لالَن، لالَڻ:** ص. پيارو. لاڏلو- دادلو. دوست- سڄڻ. دلبر- محبوب-پرين.

**لالو:** ذ.هندن ۾ عزت وارو خطاب.ٻنئي تن جو هڪ عام خطاب.

**لالُو:** اسم خاص.سنڌ ۾ مرد جو نالو.

**لالُو کيت:** اسم خاص.ڪراچي ءَ ۾ هڪ وسنديءَ جو نالو.

**لالوائي:** اسم خاص.هندن جي هڪ ذات.

**لالي:** ث.سرخي-ڳاڙهاڻ.چپن کي لائڻ جو ڳاڙهو رنگ.

**لالي:** اسم خاص.عورت جو نالو.

**لامَ:** ث.وڻ جي سنهي ٽاري.ٽاري- شاخ.ديگهه- طول.قطار- لانو. (انگ) فوج جو دستو- پلٽڻ.

**لامَ ٻڌڻ:** چڙهائي ءَ واسطي فوج ءِ سامان ڪٺو ڪرڻ.

**لامَ لَڙڻ:** ڏتيءَ جو رحم ٿيڻ.سکيو ٿيڻ- خوشحال ٿيڻ.

**لام لڙهه:** ذ.اجهو آسرو.پناهه.

**لامَ لڳڻ:** پويان لڳڻ.اجهو وٺڻ.پناهه ۾ اچڻ.

**لا مارو:** ذ. پکيءَ جو اڏامڻ ۾ ڦيرو.پکيءَ جي اڏامندي هنيل جهڙپ (جنهن ۾ ڪا شيءِ کڻي وڃڻ).

**لامارا ڏيڻ:** وري وري اچڻ.ڦيرا ڏيڻي جهٽ هڻڻ.

**لامحالہ:** ظ(ع)يقيناً- ضرور.هاسيڪار.

**لامذهب:** ص(ع)مذهب کان سواءِ.بي دين.

**لامر:** ص.وڏن ٿڻن واري(ڏڳي،مينهن وغيره).

**لامسہ:** ث(ع:لَمَس) ڇُهڻ جو حواس يا احساس.

**لامڪان:** ذ (ع) اُها جاءِ جنهن جي حد جي سڃاڻپ نہ هجي- عالم لاهوت.

**لانبٽ:** ص.ڊگهي قد وارو(ماتهو).

**لانبڙ:** ص.رولاڪ- آواره گرد.بي مانو.بدمعاش- لُچو.

**لانبوسي:** ص.هيٺوءِ ڊچتو(ڪتو)- لنبوسي.

**لانبي:** ث.اُٺ جي ناڪيليءَ واري ڪاني- لاٺي.

**لانجهه:** ث. ڏٻرائي- ضعيفائي. سُستي- ڳاموڙ. گهٽتائي- اٽاٽ. فڪر-ڳڻتي.

**لانجهو:** ص.بي طاقت.هيٺو- اپرو.مياري.شرمسار.

**لانچ:** ث(انگ)مشين سان هلندڙ ٻيڙي.سانباهو.ڳولا.

**لانچڻ:** م.نهارڻ-ڳولڻ.لنگهڻ- اُکرڻ.سوچ ويچار ڪرڻ.

**لانڊو پانڊو:** ذ.قرض- ڪنڊو.لالچ- لوڀ- طمع.

**لانڊ پانڊا ڪرڻ:** چوراتا حساب ڪتاب ڪرڻ. مرضيءَ موجب ڪم ڪرڻ.

**لانڊ:** ث.ڪيري- ڪسٻياٽي- رنڊي.

**لانڊارو:** ص.مسخرو- ڏڇرو.

**لانڊر:** ذ.لُچو- بدمعاش.هڪ ذات جو نالو.

**لانڊري:** ث(انگ) ڪپڙن ڌوئڻ جو ڪارخانو.

**لانو:** ث.ديگهه- طول.قطار.ڊار(ڳالهائڻ ۾).ڊگهو چنو.

**لانو ٻڌڻ:** قطار ڪرڻ.ديگهه ڪرڻ(ڳالهائڻ ۾).

**لانو ڪانڊ:** اجائي ديگهه- اينگهه.

**لانڍُ:** ص.اڻ سکيل- نوَل.ڄٽ- ٻڙ.

**لانڍو:** ص. وبش- ٻهرپيرو.ننگو.

**لانڍي:** ث. پکين نُوڻن سان اڏيل ڪکائين جاءِ- جهڳو- پونگي. ڪکائين اوطاق.مسافرن لاءِ اڏيل مَنهن يا چَنو.

**لانگ:** ث.سنوار وغيره جو پڇيءَ وارو حصو.پرانگهه.تنگ- جنگهه.

**لانگ چوٽائي:** ث.شهوت پرستي.لُچپڻ.

**لانگ چوٽو:** ص.زناڪار- عياش.

**لانگ ڇوڙڻ:** لاھي پاھي ڀيھڻ- بيحيا ٿيڻ.

**لانگ رکڻ:** ٿورو ڪرڻ- احسان جَتائڻ.

**لانگ ڪٽڻ:** اگھاڙو ڪرڻ- پردو لاھڻ.

**لانگَ لڳڻ:** وڏائي ڏيکارڻ. ٻناڪ هڻڻ. سرخروئي ۾ تي خوش ٿيڻ.

**لانگ ملائڻ:** هم قدم ٿيڻ. برچائڻ- ريجهائڻ.

**لانگ ورائڻ:** سوار ٿيڻ (وهٽ تي). تکو هلڻ- ڪڙي ڪٽڻ. چمت ڪرڻ. غالب پوڻ.

**لانگ هيٺان ڪرڻ:** قابو ڪرڻ. آڻ ميڃائڻ. پرائو پنسو قبائڻ.

**لانگاھَ:** اسم خاص. هڪ قوم جو نالو.

**لانگڙلاھُ:** ص. نرلجو- بيحيا. فضول خرچ- هٿ ڦاڙ.

**لانگوٽُ، لانگوٽو:** ذ. فقط لانگوٽ اوگهڙ ڍڪڻ جو ڪپڙو- ڪڇو.

**لانگوٽي:** ث. ڪڇو- لانگوٽ.

**لانگوٽيو:** ص. لانگوٽ ٻڌندڙ. ننڍپڻ جو دوست.

**لانگي:** ذ. سٿڻ جو ٻچيءَ وارو حصو.

**لانگھائُو:** ص. لنگھي ويندڙ- رستي تان لنگھندڙ. واٽ ويندڙ- راهگير.

**لانگھو:** ذ. لنگھڻ جو هنڌ- لنگھ- گھٽ. گس- واٽ- رستو. نڪ- گھيڙ.

**لانگھو لنگھڻ:** پار پوڻ- تڪليفون ڪاٽي مٿي چڙهڻ. ڏک سور سهي پار پوڻ.

**لانَوان:** ذ. خط جي شروعات جو اکر (بسم الله. 786. اوم وغيره).

**لانءِ:** ث. شديءَ جي هڪ رسم موجب گهٽ ۾ ڪنوار جا مٿ تڪرائڻ جو عمل. گهٽتائي- ڪمي. عيب- وڏ.

**لانءَ لاهڻ:** بي مانو ڪرڻ- بي عزت ڪرڻ.

**لانئون ڪرڻ:** هڪ جهڙائي حاصل ڪرڻ- موافقت پيدا ڪرڻ.

**لانئُون لهڻ:** وهانءُ ڪرڻ- شادي ڪرڻ. ڪنهن عمل يا عادت کي پنهنجو ڪرڻ.

**لانَ، لانَ:** ث. گلا- بدنامي- خواري. بيماري. عيب.

**لانَ لائڻ:** گلارو ڪرڻ- عيب لڳائڻ.

**لانَ لڳڻ:** نظر لڳڻ. تڪليف رسڻ.

**لانو:** ذ. ڪلراٺي زمين جو هڪ ٻوٽو (جيڪو عام طرح اُن ڪائين).

**لانا لُلر:** ريگستاني وليون ۾ گاهه- ڏٿ.

**لانا لُوهَ:** ث. لُوهون ۾ گهتون. وٺ پڪڙ. ڊڪ دوڙ.

**لائي:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن کي ساڙي، اُن جي چار کي ڪار طور ڪم آڻين).

**لاوارِثُ:** ص(ع) جنهن جو ڪو ڌڻي ڌوڻي نه هجي- نڌڻڪو.

**لاوارث ڪرڻ:** ورثي کان خارج ڪرڻ- وارث نه ٺهرائڻ.

**لاوارو:** ذ. ننڍو گابو. ننون جاول ڦُر.

**لاوارو ٻنجڻ:** بيوقوف ٿيڻ- ابو جهڻ ٿيڻ.

**لاورو:** ذ. ٻاٻيل- هيرابل (ڀڪي). (ص) تمام ننڍو- هلڪو.

**لاوري:** ث. تازي ويابل (ڍڳي وغيره).

**لاوَڪنا:** ث. راز- ڀيت- ڳجھ. اشارو- رمز.

**لاوَلد:** ص(ع) بي اولادي.

**لاوَلدَيت:** ث. ولديت معلوم نه هئڻ واري حالت.

**لاوَنُ:** ذ. "گج" جو هڪ قسم (جيڪو مسلمان عورتون پائين). گهگهو.

**لاوو:** ذ(انگ) ٻرندڙ جبل مان نڪتل پگهريل مادو.

**لاھُ:** ذ. لاهي- هيٺاهين. لاڙو. لَهندي- نشيب. لاٿ- ڪمي. گهٽتائي. وڻ جي پاڙ- ڪٽ. ڏکڻ (طرف).

**لاھَ ڪڍڻ:** پاڙون ڪڍڻ. پاڙون پٽي ڇڏڻ. ناسود ڪرڻ- ناس ڪرڻ.

**لاھُ ڪڍي ڇڏڻ:** سخت سزا ڏيئي سُڌارڻ.

**لاھ لنگھائڻ:** آڏو ابتو ڪم ڪرڻ- مٿاڇرو ڪم ڪري پورائو ڪرڻ.

**لاھ نڪرڻ:** تڏو پٽجي وڃڻ. برباد ٿي وڃڻ. هڄي وڃڻ (ڪم ۾).

**لاھ:** ص. ضدي- هوڏي. (وڏو لاهآهين).

**لاھَ پ ھَ:** ث. هڪڙي تانءُ مان ٻئي ۾ وجهڻ. لاهڻ ۽ پائڻ.

**لاھ پاھ ڪرڻ:** حساب صاف ڪرڻ- آجو ٿيڻ.

**لاھُ چاڙھُ:** ذ. هيٺ مٿاهين- نشيب فراز. عروج زوال- ترقي تنزل. گهاٽي واڌي- ڪمي بيشي (اگهه ۾). اوچ نيچ. پاڻيءَ جي لاٿ ۽ چاڙهه. گهٽ وڌائي. قسمت جو ڦيرو.

**لاھُ قُرآني:** ص. وڏو ڪوڙو.

**لاھَ لُڙندو:** ذ. لاچاريءَ سان ڪيل ڪم.

**لاھا چاڙھا:** ذ. زماني جا ڏک سک.

**لاھرُو:** ص. لهرين ۾ لُڙهي ويل.

**لاھِڻُ:** م. هيٺ ڪرڻ هيٺ آڻڻ- ڍارڻ. اُتارڻ (لکت)- نقل ڪرڻ. ڏيڻ (قرض). گهٽائڻ (درجو). ڪيرائڻ (عهدو). معزول ڪرڻ (نوڪري). ڪوڙڻ (وار). وڍڻ (ڪَل، ڇوڏو). ڏيڻ (آنا). ڍاهڻ (ڇت). صاف ڪرڻ (ليکو). پوري ڪرڻ (سُکا).

**لاھِٽي لاھِڻ:** بي عزتو ڪرڻ. ڏيان نه ڏيڻ- ڪَن لاٿار ڪرڻ.

**لاھو:** ذ. اُپت- فائدو- نفعو- اپراسو. لاٿ- ڪمي. ڏکڻ (طرف).

**لاھُو:** ص. ڳولي ڪڍندڙ- هٿ ڪندڙ- لڀندڙ.

**لاهُوت:** ذ. ذات الاهي جو عالمُ (جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي). ڀپ جبل جو هڪ وڏو آستانو.

**لاهوتي:** ص. فقيرن جو هڪ قسم. "لاهوت لامڪان" جي خبر رکندڙ (فقير).

**لاهُوتيڪو:** ص. لاهوت جي منزل وارو.

**لاهورُ:** اسم خاص. پنجاب پرڳڻي جو مشهور تاريخي شهر.

**لاهوري:** ص. لاهور سان نسبت رکندڙ.

**لاهوري گجر:** ث. گجرن جو هڪ قسم.

**لاهُوڪڙ:** ص. لاهيءَ وارو- نشيبي. مائل. راغب.

**لاهو گاهو:** ذ. گهٽ وڌ- ڪَس ڪَشر.

**لاهو گاهو ڪرڻ:** اگهگهٽ ڪرڻ- چڙ چوٽ ڪرڻ.

**لاهِي:** ث. لهندي- نشيب- جهم.

**لاهيون چاڙهيون ڏيڻ:** ورغلائڻ- ڏٽو ڏيڻ.

**لاهي پاهي:** ظ. ضد ڪري. بيشرم بڻجي. سهي سنيري. ظاهر ظهور.

**لاهي ڏيڻ:** بار هلڪو ڪرڻ- ٻئي تي مڙهڻ.

**لاهي ڇڏڻ:** هيٺ ڪرڻ. معزول ڪرڻ (نوڪري مان). ختم ڪرڻ (ڪم)- ڪري ڇڏڻ.

**لاهيارو:** ص. لاٻارو ڪندڙ (جنهن کي لاٻاري جو محتاڻو سنگن يا وَل جي صورت ۾ ڏجي).

**لاهيوارُ:** ص. لائي ونندڙ- لاهيارو.

**لاءِ:** ظ. واسطي- ڪارڻ.

**لاءُ:** ذ. فائدو- لاڀ. لذت- سواد. ذائقو.

**لاءُ:** ذ. (ع: لوا) جهندو- عَلَمُ.

**لاءُ لشڪرُ:** ذ. لشڪرءِ ان جو سامان- اثالو.

**لائحہ عَمَلُ:** ذ. اهو ڪم جنهن تي عمل ڪيو وڃي.

**لائقُ:** ص (ع) قابليت وارو- قابل. واجب- مناسب- موزون. ساماتيل- جُوان. (ذ) ٿورو- احسان- مهرباني. سٺو سلوڪ.

**لائقُ فائقُ:** ص. نهايت قابل ءِ لائق. هر طرح سان موزون.

**لائق ڪرڻ:** قابل ڪرڻ. نپائي وڏو ڪرڻ. ٿورو ڪرڻ.

**لائق وَند:** ص. لياقت ڀريو- لائق. ماناٺو.

**لائق هجڻ:** هوشيار هجڻ. مستحق هجڻ. موزون هجڻ.

**لائقي:** ث. لياقت- اهليت. ٿورو- احسان- وڙ.

**لائقي لڳڻ:** م. چڱي درجي کي پهچڻ- مانوارو ٿيڻ.

**لائڻُ:** م. لڳائڻ- هڻڻ. مکڻ. ملائڻ- گڏائڻ. ڳنڍڻ. لاڳو ڪرڻ. سِراڻ تي چاڙهڻ (اوزار).

**لائي ڏيڻ:** واڍاري ڏيڻ- ڪجهه ڏيڪ ڏيڻ.

**لائي رکڻ:** نيات مان ڪڍي ڇڏڻ- برادريءَ ۾ مان نيڪالي ڏيڻ.

**لائي لائي کائڻ:** ٿورو ٿورو ڪري کائڻ. مکي چکي کائڻ.

**لائو، لائون:** ص. گهٽ- ڪَسو. پلي مڇيءَ جو ٻنا ڪندي وارو اڌ (ضد. ڪاندو). اٿيورو. خراب- ڪُڏو. هريل (پکي). ڪوتو (سڪو).

**لائو ٿيڻ:** هرڻ- هري مري وڃڻ (پکي، جانور).

**لائو ڪاندو ڪرڻ:** گهٽ وڌ ڪري ورهاست ڪرڻ. رضامنديءَ وارو نبيرو ڪرڻ.

**لائو لڳو:** عيب وارو- عيبدار.

**لائي لَنجي:** ص. چڱي مَني- ٻُري ڀَلي.

**لائوڊ اسپيڪر:** ذ (انگ) آواز کي وڏائي پيش ڪندڙ هڪ برقي اوزار.

**لائِي:** ث. لاٻارو ڪندڙ لاهياري جو سنگن جي صورت ۾ اجورو- لاٻاري جي اُجرت. ڳڙڏاٽي (اوٻاريل چانورن جي).

**لائيبرري:** ذ (انگ) ڪتبخانو- مطالعي گهر.

**لائي چائي:** ث. فتني انگيزي- چيٽاپور- گلاغيبت- چُغلي.

**لائي چائي ڪرڻ:** هيڏانهن جون هوڏانهن ڳالهيون ڪري جهيڙو وجهائڻ. گلائون ڪرڻ. چغليون هڻڻ.

**لائي لَسي:** ث. ٻڪ کان سادو کاڌو.

**لائيٽ:** ث (انگ) روشني- سوجهرو. نُور. (ص) هلڪو- ڍيمو.

**لائيٽ هائُوس:** ذ. روشنيءَ جو منارو (جيڪو سامونڊي ڪناري تي جهازن جي رهنمائيءَ لاءِ ٺهيل هجيءَ رات جو اُن جي چوٽيءَ تي روشني ٿئي).

**لائيٽَر:** ذ (انگ) پيٽرول سان سگريٽ ٻارڻ جي مشين.

**لائيسَن:** ذ (انگ) اجازت نامو- پرمٽ- ليسَن.

**لائين:** ث (انگ) ليڪَ- خط. ريل جو پٽو. طرز- طريقو.

**لائين ڪليئَر:** ذ. رستو صاف. ريل گاڏيءَ جي پٽڙي صاف هئڻ جي سَند.

**لايَزالُ:** ص (ع) فنا نہ ٿيندڙ ٿيندڙ- دائمي. الله تعاليٰ جي هڪ صفت.

**لايَعني:** ص (ع) بي معنيٰ. فضول- اجايو- بي نتيجي. بيهودو.

**لايَمُوت:** ص. امر- غير فاني- نہ مرندڙ.

**لايو سجايو:** ذ. فائدي وارو پورهيو. مراد برصواب. فائدو- نفعو.

**لايا سجايا ٿيڻ:** محنت صاب پوڻ. ڪوشش ڪامياب ٿيڻ.

**لايو لڳايو:** ذ. ڪيل محنت- پورهيو. سعيو- ڪوشش.

**لَبِ:** ث. ٺَڪَ- ڦِيڻ- وات جو لُعاب.

**لَبُ:** ذ (ف) چَپُ. ڪنارو- ڪنڌي. پاسو- طرف. لوڀُ- طمع. رشوت-ٻوٻو.

**لَب تي لَڙڻ:** لالچ تي پاسو ڪرڻ.

**لَب چَٽڻ:** وات پاڻي ٿيڻ-روح سَرڪڻ.

**لُبَ:** ث.لوبُ-لابارو- فصل لڻڻ.

**لُبُ:** ذ(ع) تت- خلاصو-اختصار.

**لُبِ لُباب:** ذ.تَت جو مغز- خلاصي جو اختصار. خاص نُڪتا- محصل.

**لَبادو:** ذ(ف) ڪپهپيل چوغو-گِدِلو.

**لِباس:** ذ(س) پهرڻ- پوشاڪ-ويسُ.روپ- شڪل. جامو. ڏيکُ.

**لِباس ڪرڻ:** وِيس ڍڪڻ- ويس بدلائڻ. منافقي ڪرڻ.

**لِباسَ:** ث. ڪوڙي خوشامد- ڪوڙي ساراهه.

**لِباسِي:** ص. بناوٽي ڏيکاءُ وارو. ڪُوڙو. منافق. خوشامدي.

**لَبالَب:** ص(ف) ڪَناتار-ڀريل-لبريز.

**لبرِ:** ذ.لَبَوارو- حرامڪائُو-رشوت خور.

**لبرَل:** ص.آزاد.وِچٿرو-اعتدال پسند.

**لبرَلزم:** آزادپسندي.وچٿرائي.

**لَبريز:** ص(ف) ڪنارن تائين ڀريل- ڪناتار- لبالب.

**لِبلبي:** ث.بندوق جو گهوڙو.

**لَبَنُ:** ذ(ع) کِيرُ.

**لَبَڻُ:** م.لَبُ ڏيڻ- لالچ ڏيڻ. رشوت ڏيڻ. لالچ ڏيئي برغلائڻ.

**لُبَڻُ، لُبجَڻُ:** م.لُڻجڻ-لاباروٿيڻ.

**لُبُوسِي، لنبوسي:** ص.اَگهاڙو.سِڪتو.هٻڇي.

**لَب و لهجو:** ذ(ف) ڳالهائڻ جو ڍنگ.

**لَبِي:** ص.لالچي- رشوتي- حرامڪائُو.

**لَبِيبُ:** ذ(ع) مِٺو- شيرين. موهيندڙ. پيارو. محبوب.

**لَبِيسُ:** ذ.لباس.ٻاهريون ڏيکاءُ.

**لَبِيسَ:** ث.خوشامد- چاپلوسي.ٻِچاپڙائي.

**لَبِيسُ:** ذ.چِڙهه- چڪنائي-ليس.

**لَبِيسِي:** ص.چاپلوس.منافق.ٻِچاپڙو.

**لَبيڪ:** ث(ع) حاضرآهيان- موجودآهيان.سڏ جو جواب.

**لَپَ:** ث.لپاڙ- ڊاڙ-لاف.

**لَپُ:** ذ.وَر- وڪڙ.تَنگ- سوراخ.ڪانچو.

**لِپَ:** ث.ٽڪ- ڦيڻ.ڳگَ.گيڏوڙيءَ جو رَسُ.

**لِپُون چَٽڻ:** ٽڪون جهلڻ.بي مانو ٿيڻ.ذليل ٿيڻ.

**لَپِ لُوپ:** ذ.ٽڪ ٻُجو- ڦِٽ لعنت.

**لُپَ:** ث.پاڻيءَ وغيره ۾ هٿ سان ڇاڇولَ (جنهن سان پاڻي وغير خراب ٿئي). جُٽ ڦِٽ- طعنو مهڻو. ڇڙٻ.

**لُپَ ڪرڻ:** جُٽ ڪرڻ.تنبيهه ڪرڻ.گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**لِپاچو:** ص.گدلو- ميرو- ڪِنو.

**لِپاڙَ:** ث.ٻڪواس.ڊاڙ-ٻِٽاڪ.

**لِپاڙِي:** ص.ٻِٽاڪي.ٻڪواسي.

**لِپاڪِي:** ث.هڪ قسم جي ننڍي مڇي.

**لِپاٽو:** ص.لاهيارو.ڪانيون ڪٽيندڙ.هڪ ذات جو نالو.

**لَپَرُ:** ذ.رلي- ڏٻڙ.پراڻو ڇنيل ڪپڙو.

**لِپَرُ:** ص.ڪمزور-اپرو-هيٺو- ناتوان.

**لَپَڙ تويو:** ص. خوشامدي- چاپلوس. چٽو ڪندڙ. اوٻر سوٻر ڪائيندڙ.

**لُپڙ ڍُپڙ ڪرڻ:** لُپڻ- جُهگڻ- ڪِنو ڪرڻ (هٿ وجهي).

**لِپڙ شَپڙ:** ذ.سمجهه ۾ نه ايندڙ ڳالهه.

**لَپڪڻ:** م.واهيات ءِ اڍنگو ڳالهائڻ-اجايو بڪڻ.

**لِپڪو:** ذ.خراب گفتگو- بڪواس.بي ڍنگائي- لَپ لَپ.

**لُپَڻُ:** م. ڪاڏو وغيره اوٻاري خراب ڪرڻ- جُهگڻ. جُٽ ڦِٽ ڪرڻ-لوئڻ.

**لَپو:** ص. ڪن ڍريل جانور.

**لِپو:** ص.ڏندن ڀڳل-ٻپو.

**لِپو ٽَپو:** ذ. جهڙو تهڙو- ڪُٽل ٽُٽل. تورو گهٽو. حيلو حوالو- اٽڪل سٽڪل.

**لَپو ٽَپو ڪرڻ:** جهڙو تهڙو گذران ڪرڻ.حيلو حوالو ڪري نباهڻ.

**لَپي ٽَپي تي رهڻ:** ڪنهن معاش جي ذريعي کان سواءِ گذارڻ.

**لپوڙَڻُ:** م.لُپڻ- جُهگڻ.(ڪاڏو) لوئڻ.

**لَپُون ٽَپون:** ث.واهيات ڳالهيون- ٻڪواس.

**لِپائڻُ:** م.ڳولارائڻ-ڳولڻ ۾ مدد ڪرڻ.حاصل ڪرائڻ.

**لُپائڻُ:** م.لالچائڻ-هرڪائڻ.موهڻ.رِيجهائڻ.ريٻڻ (دل).

**لَپجَڻُ:** م.ملڻ- هٿ اچڻ (ڳولا سان).

**لَپَڻُ:** م.هٿ اچڻ- حاصل ٿيڻ.ملڻ (ڳولا سان).پڙپون.

**لَپِٽو:** ص.مليِ سگهندڙ- ملڻ جوڳو- مُيسَر- دستياب.

**لِپولو:** ذ.سِڪ-اُڪير-تانگهه.

**لَتَ:** ث.ٽَنگَ- ڄنگهه.ٽنگ سان ڌڪ يا ڌِڪو.پير سان ڌڪ - ٿُڏو. ڇڙي.ٽوئٽي (گڏهه جي).

**لَتَ ڏيڻ:** تنگ جي زور سان چيڻ. لَتاڙڻ. لَت سان زور ڏيڻ. تڪليف ڏيڻ. آڏو ڦرڻ (ڪنهن ڪم ۾).

**لَت ڳري ٿيڻ:** ڏاڍي جو دٻجي پوڻ. زور واري جو چون چائڻ ٿيڻ (جنهن سان انڪار ڪري نہ سگهجي).

**لَتَ مُڪَ:** ث. لتن ۽ مُڪن سان ويڙهہ- جهيڙو.

**لَتَ هڻڻ:** ٺڏو هڻڻ. ترڪ ڪرڻ- ڇڏڻ. ڪم ڌاهي ڇڏڻ يا رنڊڪ وجهڻ. مينهن يا ڍڳي ۽ جو کير نہ ڏيڻ.

**لَتون جهلڻ:** جتيون سهڻ. بي عزتي ٿيڻ. لوڏ جڻ.

**لَتون هڻڻ:** ٺڏا هڻڻ. ڏڪارڻ. لوڏڻ.

**لَت:** ث. هير- چوس- علت.

**لَتاڙَ:** ث. لتن سان چِپ- پائمالي. ٻني يا گاهہ ڪي مالَ جي لَتَڙ.

**لَتاڙ تي ويهڻ:** اچ وڃ جي واٽ تي گهراڏڻ.

**لَتاڙ ۾ اچڻ:** چپ يا پيهہ ۾ اچڻ. تڪليف ۾ اچڻ.

**لَتاڙِڻُ، لَتاڙَڻُ:** م. لتن سان چيڻ. پيرن سان چِلهڻ. مٿان هلڻ. پائمال ڪرڻ.

**لَتاڙي:** ث. ٻيڙي ۽ تان لهڻ ۽ چڙهڻ جو تختو.

**لِتر:** ص. لتون هڻندڙ.

**لِتَرُ:** ذ. پراڻو پادر- پراڻي جُتي.

**لِترن سان ڪٽڻ:** سڪل پادرن سان مار ڏيڻ.

**لَتَڙَ:** ث. لتن سان چِپ- لَتاڙ. جهاڳُورَ.

**لَتڙ ڪرڻ:** ڍورن جو ٻوڪ جا سلا لتاڙڻ.

**لُتڙَڻ:** م. ليٽڙڻ- گيداڙڻ- گينداڙڻ. ميرو ڪرڻ.

**لَتڙيو:** ص. لتون هڻندڙ- لِتر.

**لتڙيل، لُتڙيل:** ص. لتڙ ڪيل. ليتڙيل- گينداڙيل. ميرو ڪيل.

**لُتڪا:** ذ. تڪڙا تڪڙا چڪر- گوهيون- گهٽون هڻڻ واري حالت.

**لَتَلُ:** ص. راڳو ڏنل. ثقيل (پيٽ). مڪيل (سٽ سان).

**لُت لُت:** ث. گهڙي ۽ گهڙي ۽ اچ وڃ.

**لُتلُتيو:** ص. بي صبرو. رولاڪ- رولو.

**لتوڙ:** ث. زور- پيڙون. جهاڳوڙ- لتاڙ.

**لتي:** ث. پير جو ڌڪو- ٺڏو.

**لتي لڳڻ:** ٺڏو لڳڻ. رنڊڪ پوڻ. جهيڙو ٿيڻ.

**لتي هڻڻ:** ٺڏو هڻڻ. رڪ وٽ و جهڻ. هر هرپند ڪرڻ.

**لتڻ:** ذ. گندي پاڻي ۽ جو ڍهو. گپ چڪ.

**لِتڻ:** م. ليپو هڻڻ- لِنبڻ. گيداڙڻ.

**لَت پَٽ:** ظ. وهنوار- بيباق. چُڪتو.

**لَتڙائڻ:** م. دلاسو ڏيئي ترسائڻ- گشو ڏيئي پچي وڃڻ.

**لَتڙ پَتڙ:** ظ. ابت سبت- الٽ پلٽ.

**لَتڙڻ:** م. پرجڻ (گند يا گپ ۾)- آلودو ٿيڻ. ليتڙيون پائڻ.

**لَتَلُ:** ص. گهٽيل (پاڻي)- هيٺو ٿيل (جسم ۾). خارج ٿيل (نوڪري ۽ مان).

**لَتو پَتو:** ذ. چوڙيل يا هنڌايل ڪپڙا.

**لَتوڙڻ:** م. مٽي ۾ ليتڙيون پائڻ. پرڻ (گند وغيره ۾)- آلودو ڪرڻ.

**لَتي پَتي:** ظ. ڏني ورتي- آخر ڪار- نيٺ.

**لتي لاباري:** ظ. ڪم لهڻ ڪان پوءِ. دير سان- اويرو.

**لَٽَ:** ث. دَز- ڌوڙ- ڪهہ- پٽي- ڏڏڙ.

**لَٽُ:** ذ. وهندڙ پاڻي ۽ جو رَوُ- واري- ريت.

**لُٽَ:** ث. ڦُرَ- زوري کسڻ. فضول خرچي. سخاوت ۾ مال لُٽائڻ جي حالت. برٻادي- تباهي.

**لُٽَ ٻڌڻ:** ڦرڻ- کسڻ. ناجائز منافعو وٺڻ. فضول خرچي ڪرڻ.

**لُٽ جو مال:** ذ. ڦُرَ جو مال. مفت جو مال. مال غنيمت.

**لُٽ لُٽان:** ث. مسلسل ڦرلٽ- ڦرڦران.

**لُٽ مچڻ:** ظلم ٿيڻ. ناجائز وصولي ٿيڻ.

**لَٽاڪو:** ذ. چنل يا ڦتل پراڻو وڳو. مونجهارو- رولو. پريشاني- خفو. ڪترا ڳ.

**لَٽاڪو لاهڻ:** رهيل ڪم پورو ڪرڻ. مونجهارو لاهڻ. مصيبت مان جند ڇڏائڻ. وهنوار ڏيئي آجو ٿيڻ.

**لَٽاڪو لهڻ:** ڏچو ختم ٿيڻ. ڍرو ٿيڻ. خوار ٿيڻ.

**لَٽائڻ:** م. پورائڻ (مٽي ۽ سان).

**لُٽائڻ:** م. اُڏائڻ (ناڻو)- فضول خرچ ڪرڻ. ڦرائڻ. برباد ڪرڻ. ورهائڻ (دولت).

**لُٽائو:** ص. هٿ ڦاڙ- خرچائو. سخي.

**لَٽجڻ:** م. مٽي ۽ سان ڍڪجڻ. پورجڻ. دز چڙهڻ.

**لُٽجڻ:** م. ڦرجڻ. تباهہ ٿيڻ. اُجڙڻ (گهر).

**لٽريچر:** ذ (انگ) ادب- علم ادب.

**لٽريري:** ص (انگ) ادبي- ادب سان نسبت رکندڙ.

**لَٽڪَ:** ث. لَٽڪڻ جي حالت.

**لُٽڪَ:** ث. نازنخرو- ادا- لوڏ.

**لَٽڪائڻ:** م. لڙڪائڻ- ٽنگڻ.

**لَٽڪَڻَ:** ث. لٽڪيل رسي وغيره. ڪا شيءِ لٽڪائڻ جي جَهل يا ٽنگڻي.

**لَٽڪَڻُ:** م. لڙڪڻ- ٽنگجڻ. ڦاسجڻ.

**لَٽڪَڻُ:** م. گهمڻ ڦرڻ. اوري پري ٿيڻ. رلڻ- پٽڪڻ.

**لَٽڪڻو:** ذ. گهنڊ جي لار.

**لَٽڪو:** ذ. ڦاسائڻ جو منتر- حُبَ جو عمل. جادو- ٽوٽو. نخرو. سونهن ۽ سينگار جو ڏيکاءُ.

**لَٽڪو چَٽڪو:** ذ. يوڳ چرچو. چالاڪي- نڳي.

**لُٽڪو:** ذ. هٽ ڪيڏ- ڪرتب. نزاڪت- سوڀيا. رونق.

**لَٽڪي سان لُٽڻُ:** نازنخري سان موهڻ.

**لُٽَ مارَ:** ث. ڦرلٽ- رهزني.

**لَٽَڻُ:** م. پورڻ (مٽي ۾). مٽي وجهڻ. مٽي هاتو ڪرڻ. لَٽَ وجهڻ. مٽي ۾ سان ڍڪڻ (ڏر. کڏ وغيره). دفن ڪرڻ (لاش).

**لُٽَڻُ:** م. ڦرڻ- ڪسڻ. زوري ڪسڻ. وڌيڪ قيمت وصول ڪرڻ. انڌير ڪرڻ. ٻينگ ڪرڻ.

**لَٽو:** ذ. ڪپڙو. وڳو- پوشاڪ.

**لَٽو ڪپڙو:** ذ. پهرڻ جا لباس- ويس وڳا.

**لٽا لاهڻ:** اگهاڙو ٿيڻ- ننگو ٿيڻ. بيحيا ٿيڻ.

**لٽا ليڙون ٿيڻ:** ڪپڙا ڦاٽڻ- ديوانو ٿيڻ.

**لُٽو:** ذ. لَنڊو- ننڍو. ٻانڊو.

**لَٽي:** ث. عورتون هڪ ٻئي کي سڏڻ لاءِ هي لفظ ڪم آڻينديون آهن- اَئي ابَڙي! پياري- منڙي.

**لَٽي:** ث. وارن جي چڳ.

**لَٽيارِي:** ص. لَٽ واري- ريٽائين. مٽي ۾ گڏيل.

**لُٽيرو:** ص. ڦرلٽ ڪندڙ- ڦورو. ظالم.

**لُٽيو:** ذ. ڦورو- لُٽيرو. لچو- بدمعاش. بداخلاق.

**لَٺِ:** ث. ٽيڪ لاءِ هٿ ۾ ڪتڻ جي ڊگهي ڪاني- عصا- هاسو. ڏانگه. ڪمند جي چڙ. گهاٽي جي وچ واري ٿلهي ڪاني. ناريا هرلي جي چَٽ ۾ پيل ڊگهي ڪاني.

**لٺ لائڻ:** انڌي کي لٺ وني رستو ڏيکارڻ.

**لٺ لڳڻ:** لٺين واري ويڙهه ٿيڻ. مارا ماري ٿيڻ. جهيڙو ٿيڻ.

**لٺ ۾ هئڻ:** ڪنهن جي هٿ هيٺ هئڻ.

**لٺ هلائڻ:** وڙهڻ. شوخي ڏيکارڻ.

**لٺيون جهلڻ:** مار کائڻ. تڪليفون سهڻ.

**لَٺ بازي:** ث. لٺين سان ويڙهه.

**لَٺ چَٽ:** ذ. ڦرب ڪلنت- دڙڪو دلاسو- مار ۽ پيار.

**لَٺڙيو:** ص. لٺ سان ويڙهه جو ماهر- لٺ سان وڙهندڙ.

**لَٺو:** ذ. هڪ قسم جو اڇو سوٽي ڪپڙو- پٽيو- هرڪ.

**لَپَ:** ث. هڪڙي هٿ جي تريءَ تي آيل مقدار- چُرون.

**لَپ پائيءَ ۾ ٻُڏڻ:** سخت شرمندو ٿيڻ.

**لَپ چُڪو:** ذ. ٿورو وزن- ٿوري شيءِ.

**لَپَ:** ليپو- راڳو. سٽي.

**لَپاتَ:** ث. چماٽ- ڳل تي هٿ جو ڌڪ.

**لَپاتو:** ص. وڏي لپ- ليوڙو.

**لُپِٽ، لُپِٽُ:** ص. چاٽل- معلوم ٿيل- پروڙيل.

**لَپَرُ:** ذ. تڏو- تؤنري- پڙڇ.

**لَپري:** ث. سوچ يا ڦٽ تي اٿي ۾ رڌل وکر جو شيرو- پوٽيس. پني- ليپ.

**لُپري ٻڌڻ:** پلستر چاڙهڻ. ورغلائڻ- ريبڻ.

**لَپڙُ:** ذ. ڀَت جو وڏو گرنه- ڪِتو.

**لُپڙائڻُ:** م. ٽائڻ. بهاني بازي ڪرڻ. گوٽنات ڪرڻ.

**لَپڙي:** ث. ڊگهن ڪنن واري ٻڪري.

**لَپسي:** ث. ڪڻڪ جي اٽي جو پٽڙو سيرو.

**لَپڪ لَپڪ:** ظ چپٽيون وجائي جهمريون پائڻ جو هڪ نمونو. ٽاڦوڙا.

**لَپڪو:** ذ. اوچتو جهٽ- جهڙپو. لامارو.

**لَپَڻُ:** م. ليون هڻڻ- ليون هٽي کائڻ. لپا هڻڻ.

**لَپِيي ڏيڻ:** چماٽ هڻڻ- مارڻ. ڌڪ ڏيڻ.

**لَپو:** ذ. وڏي لپ. وڏو گرنه. کوٽائي ۾ کوڏر جي هڪ واري ۾ آيل مٽي. گارو وغيره.

**لَپو لڳڻ:** وارو لڳڻ- وجھ لڳڻ- موقعو ملڻ. وڏو داءُ لڳڻ. اُترندو فائدو ملڻ.

**لَپو هڻڻ:** طرفداري ۾ ڳالهائڻ- حمايت ڪرڻ. وجھ ملڻ تي فائدو وٺڻ.

**لِپُو:** ص. بي همت- بزدل- گيدي. بد چال.

**لَپورُ:** ذ. گپ شپ- داڙ ٻٽاڪ. رشوت.

**لَپورو:** ذ. وڏو گرنه. ٻٽاڪ- گشو. داءُ.

**لپوڙا هڻڻ:** وڏا گرنه هڻڻ- وڏا ڳِٽ هڻڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**لِپي:** ث (سن: لِپي) لکڻ جو نمونو- صورتخطي- املا.

**لپيٽَ:** ث. ويڙهڻ جي حالت. وڪڙ- ڦيرو. ورا ڪو- ٻڪ- حملو- گهيرو. پيچ. داءُ- وجھ. چپيٽ.

**لپيٽ سپيٽ:** ث. داءُ پيچ- وروڪڙ.

**لپيٽجڻ:** م. ويڙهجڻ- لپيٽجي وڃڻ.

**لپيٽڻُ:** م. ويڙهڻ (ڌاڳو. ڪپڙو). سميٽڻ. وڙڏيڻ. ته ڪرڻ. جڪڙڻ.

**لَپيڙَ:** ذ.سزا.ڏک.نقصان.

**لَجا:** ث(سن)لڄ-حيا-مرجات.

**لَجاجَت:** ث.(ع)عاجزي.منٿ.خوشامد.

**لَڄ:** ث (سن: لجا) شرم- حياءُ- ڦڪائي. حجاب. لحاظ. غيرت. عزت-آبرو.عصمت-سَتُ-سِيلُ.ننگ.نڪاح ۾ڏنل زال.

**لَڄ اچڻ:** شرم محسوس ٿيڻ.لحاظ آڏو اچڻ.

**لَڄ باسڻ:** ڪاڻ ڪڍڻ-منٿ ڪرڻ.

**لَڄ پَتِ رهجي اچڻ:** عزت آبروءَ سان ڪم پورو ٿيڻ.

**لَڄ رکڻ:** عزت رکڻ-مانُ رکڻ.شرم رکڻ.پَتَ رکڻ.

**لَڄ ڳنڍيل هئڻ:** پاڻ ۾ ٺوڙو ناتو هئڻ.

**لَڄ لاهڻ:** بيحيا ٿيڻ-بيشرمو ٿيڻ.

**لَڄ لُٽَڻُ:** عورت جي عصمت دري ڪرڻ.

**لَڄ ليه ڏارڻ:** حياءُ ڪرڻ-شرم ڪرڻ.

**لَڄ ۾ سُسي وڃڻ:** ڏاڍو شرمسار ٿيڻ.پنهنجي ڪيل تي پڇتائڻ.

**لَڄا:** ث.لڄ-حياءُ.عصمت.

**لَڄاڙو:** ص.شرمندو-شرمسار-ڦڪو.

**لَڄائڻُ:** م.شرمسار ڪرڻ.مَياري ڪرڻ.

**لَڄِپالُ:** ص.لڄ پَت رکڻ وارو-ننگي.

**لَڄَڻُ:** م.شرمسار ٿيڻ-لڄي ٿيڻ.

**لَڄ وَند:** ص.لڄارو-شرميلو.باادب.مرجات وارو.

**لَڄُوڙو، لَڄَهڙو:** ص.حياءَ وارو-لڄارو-مُنهن اچڙو.

**لَڄِنُون ڪُلڄِنُون:** ظ.خوشي يا ناخوشيءَ سان-طوعا ڪرها-مجبوراً.

**لَڄِي:** ص.ڦِڪو-شرمندو.پشيمان.

**لُڄَهڻ:** م.تڙپڻ-ليڇڻ.ڪاوڙ جي ڳالهائڻ.

**لُڄُ:** ص (ف) اگهاڙو- ننگو. بدچال. بدمعاش. بدڪار. مستي خور-حرڪتي.

**لُڄ لامبڙ:** ص.لوفر لفنگ.بيڪار بدنام.چور چڪار.

**لُچائِي:** ث. بيحيائي. بدمعاشي. حرڪت- شرارت. مستي- اٺوٺرائي-ڪيچل.بدخواهي.

**لُچِپَڻُ:** ث.لُچائي.بيشرمائي.

**لَچَڪَ، لِچَڪَ:** ث.مُڙڻ جي خاصيت.نرمي.

**لَچَڪدار:** ص.لچڪنو.مُڙندڙ.چيڙهو وارو.

**لِچَڪَڻُ:** م.لُڏڻ-لرزڻ-ڏڪڻ.نرم شيءِ جو مڙي وري ساڳي جاءِ تي اچڻ.نرميءَ جي روش اختيار ڪرڻ.

**لِچڪنو:** ص.مڙندڙ.لچڪدار.زيبائتو-نزاڪت وارو.

**لِچڪو:** ذ.لوڏو-ڌوڏو.نرمي.

**لِچڪي وڃڻ:** مُڙي وڃڻ-ڦيرو کائڻ.لرزي وڃڻ-ڏُڏي وڃڻ.

**لُچڪو:** ص.لُچي يا بدمعاش جو-لُچائيءَ وارو.

**لِچَڻُ:** م.جُهڪڻ-مُڙڻ.چِبو ٿيڻ.

**لُچو:** ص.بدمعاش.حرڪتي-شرير.واهيات.فسادي.(ث.لُچي).

**لِچي:** ث.گهٽتائي- ڪَمي.خطا-قصور.

**لِچي پوڻ:** کوٽ يا ڪمي ٿيڻ.رنڊڪ ٿيڻ.

**لِڇَ:** ث.ذرو-ٿورو حصو.

**لِڇَ لائڻ:** فائدو رسائڻ.احسان ڪرڻ.لائق ڪرڻ.

**لُڇَ:** ث.لوڇَ-ڦٿڪو-بي آرامي.

**لُڇڪارو:** ذ.آنڌ مانڌ-لُڇ پُڇ-ڦٿڪو.بيتابي-بيچيني.

**لُڇ لُڇ:** ث.ڦٿ ڦٿ-لوڇ پوڇ-لُڇڪارو.حسد-بغض.

**لِڇَ لِڇَ:** ث.بي افعالائيءَ سان هلڻ.نُوس نُوس.

**لِڇَ لِڇَ ڪرڻ:** دردر ڦرڻ.اجايو هلڻ.ڀٽڪڻ.

**لَڇمِي:** ث(سن)ڌن-دولت-مايا.(ص) سگهڙ-سدوري-سياڻي.

**لڇمي گهر ۾ اچڻ:** اقبال وڌڻ.گهر ۾ سياڻي نينگريءَ جو ڄمڻ.

**لَڇَڻُ:** ذ.فعل-عادت.ڪِرُ.خصلت.هلت چلت.آثار-اهڃاڻ.

**لَڇڻ سکڻ:** خراب عادتون سکڻ-بڇڙا ارڪان ڪرڻ.

**لُڇَڻُ:** م.ڦٿڪڻ-تڙڦڻ.دردڪان بيتاب ٿيڻ.

**لُڇڻ نہ ڪُڇڻ:** عشق جي عذاب ۾ صبر سان سڙڻ.

**لَڇو:** ذ.ڏِگهين لڙهين سان ايرينگ جهڙو ڪَن جو هڪ زيور.

**لِڇي:** ث.لڇمي.

**لحاظُ:** ذ (ع) غور سان ڏسڻ. خيال رکڻ. ڌيان- خيال- توجه. طرفداري.شرم-مرم.سانگو.مروت.پاسخاطري.

**لحاظ ڪرڻ:** پاسخاطري ڪرڻ. مروت سان پيش اچڻ. شرم ڪرڻ-حياءُ ڪرڻ.

**لحاظي:** ص.ناتي جو خيال رکندڙ.مروتي.ڄاڻ سڃاڻ وارو-واقفڪار.

**لحافُ:** ذ(ع)سوڙ-ڪپهه سان ڀريل وڇڻ.

**لَحَدَ:** ث(ع)قبر جو ڳجهه(جنهن ۾ لاش رکجي)-سامي.قبر-ٻَني.

**لَحد لَٽڻ:** مُڙدي کي قبر ۾ پورڻ.

**لَحظو:** ذ(ع)پَل-لمحو-گهڙي-کن.اک ڇنڀ.

**لحظي بہ لحظي:** ظ.گهڙي گهڙي-ذري ذري.هروقت.

**لحظي جيتري:** بلڪل ٿوري-ذري جيتري.

**لحَمُ**: ذ(ع) گوشت- ماه- ماسُ.

**لحَنُ**: ذ(ع) آواز- سَدَ- صدا. خوش نَوائي. ترانو- نغمو.

**لحن دائودي**: ذ. نهايت سُريلو ۽ منٺڙو آواز.

**لحيمُ**: ص(ع) ٿلهو- متارو.

**لحيم شَحيمُ**: ص. ٿلهو متارو.

**لختُ**: ذ(ف) ٽڪر- حصو. ٿورو مقدار.

**لخت جگر**: ذ. جگر جو ٽڪرو. پٽ- اولاد. محبوب.

**لخلخو**: ذ(ع) ڪن خوشبودار شين جو مجموعو (عنبر، مُشڪ، عود وغيره. جيڪو مريض کي سنگهائڻ مفيد آهي).

**لُدُني**: ذ(ع) اهو علم جيڪو سکڻ کان سواءِ ملي يا خدا تعاليٰ ڪنهن کي عطا ڪري ۽ اهو وَحي يا الهام مان حاصل ٿئي.

**لدو، لدڙو**: ص. نرم- ملائم- ڪُنئرو.

**لَدَ**: ث. 'لِين' جي حالت. حاصلات. لاڀ- فائدو. لڌل مال.

**لُدڙو**: ذ. هڪ قسم جو آبي جانور.

**لدَل**: ص. حاصل ٿيل. هٿ آيل.

**لدو**: ذ. لکيو- ڀاڳ- نصيب. ازلي انگ. نصيب جو لکيو.

**لُدو**: ذ. هڪ تاري جو نالو (سُهيل يمني).

**لُدو ڪُدو**: ذ. نوس نوس ڪندڙ- لوسي.

**لَدَ**: ث. بار- بوجهو. گڏه تي لڏيل سامان. ڀري- هَڙ. مَڏي. بدل سامان. ڪانئين جي بدل مُوڙي.

**لَدَ لاهڻ**: بار ڀري لاهڻ. بار لاهي ٿانيڪو ٿيڻ.

**لَدَ**: ث. گڏه. گهوڙي. خچر. هاٿي. اُٺ وغيره جو ليڏوتن جي صورت ۾ ڇيتو.

**لدَ ڪرڻ**: واهيات ڳالهائڻ- بيهودو بڪڻ.

**لَدَانُ**: ث. اُٺن جي لَدَ- قطار- قافلو.

**لڏائڻ**: م. گاڏي بار سان ڀرائڻ. تيز ڪتائڻ (ڳوٺ يا شهر مان). لوڏي ڪڍڻ- شهر نيڪالي ڏيڻ.

**لُڏائڻ**: م. پينگهي يا پينگهه ۾ لوڏا ڏيڻ- جهولائڻ.

**لُڏائي**: ث. لُچپڻ- بد معاشي. فضول خرچي.

**لڏپلاڻ**: ث. وهٽ پلاٽي اسباب ڪڻ- نقل مڪاني. هڪ هنڌان مڏي کڻي ٻئي هنڌ وڃڻ- ڪُوچ.

**لڏپلاڻ هئڻ**: هر هر لڏڻ. لڏڻ جي تياري هئڻ.

**لڏجڻ**: م. بار سان ڀرجڻ (گاڏي. اُٺ وغيره). ڪوچ ڪرڻ. لڏي وڃڻ.

**لڏجي وڃڻ**: بار سان ڀرجي وڃڻ. مالا مال ٿيڻ- ڏئجي وڃڻ.

**لڏڻُ**: م. بار رکڻ- سامان رکڻ (گاڏي، وهٽ وغيره تي). هڪڙي هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ. تيز ڪڻ- ڪُوچ ڪرڻ. انتقال ڪرڻ- مرڻ- وفات ڪرڻ.

**لُڏڻُ**: ذ. نازسان هلڻ وارو. منٺڙو- سهڻو- دلبر- پيارو.

**لُڏڻُ**: م. پينگهه يا پينگهي ۾ لوڏا کائڻ. جهولڻ. جهومڻ. گهڏڻ (نشي ۾).

**لُڏڻ لمڻ**: هڪ هنڌ نه بيهڻ- ٽڪاءُ نه هجڻ. دل من هڻڻ.

**لُڏنو**: ص. لڏندڙ. (ذ) گهڙيال جو پٽلو. پينگهو.

**لڏو**: ذ. سامان (گهر جو)- ٽپڙ ٽاڙي. اٿالو. لڏي ويندڙ ماڻهو ۽ انهن جو سامان (وهٽن تي). عيال- ڪٽنب.

**لڏو لاهڻ**: گهر ڪري ويهڻ. ٿانيڪو ٿيڻ. بي همت ٿيڻ.

**لڏو لَٽ تي هئڻ**: نقصان ۾ هئڻ. بي ترتيب رهڻ.

**لڏو**: ص. بار ڪٽندڙ (ڍڳو)

**لڏون**: ذ. مناٺي ۽ جو هڪ قسم- نُختي (ٻوندي) مان نهيل گول مُنيا.

**لڏون ورهائڻ**: خوشي ۽ جي موقعي تي مناٺي ورهائڻ.

**لُڏي لڄائڻ**: ڪوڙو واعدو ڪرڻ- ڀٽ وڃائڻ.

**لُڏائو**: اسم خاص. "مومل- راڻي" جي قصي واري مومل جي رهڻ جو هنڌ (هن وقت ڀارت- راجستان ۾ آهي).

**لُڍُ**: ص. ڪيچلو. نوسيندڙ ڪتو.

**لَذَتَ**: ث(ع) ذائقو- سواد- ساءُ. لطف- مزو. چَسَ- خوشي.

**لَذتون ونڻ**: مزا ماڻڻ- لُطف ونڻ- عيش سان گذارڻ.

**لَذتائڻ**: لذت ڏيڻ- مزو وناٺڻ.

**لَذتي**: ص. لذت وارو- لذيذ- سوادي.

**لَذيذُ**: ص(ع) ذائقيدار- مزيدار- سوادي. وڻندڙ. چَسُ وارو.

**لُرُ**: ث. لوه- رُوڙ. (ص) جلد- تڪڙ ۾.

**لُرُون ڪرڻ**: اجائي تڪڙ ڪرڻ- اُبهرائي ڪرڻ.

**لُرُ**: ذ(ف) ايراني نسل جي ڪوهستان ۾ آباد هڪ قوم (جيڪا دگهي قد واري ٿئي). (ص) بيوقوف- احمق- بي عقل.

**لُرڙي**: ث. تيز هوا- هوا جو جهوٽو.

**لرزان**: ص(ف) ڏڪندڙ (ڍپ کان)- ٿڙڪندڙ.

**لرزائڻ**: م. ڏڪائڻ- ٿڙڪائڻ- ڪنبائڻ. ڊيجارڻ.

**لرزش**: ث(ف) ڏڪڻي- ڪنبڻي- ٿڙڪڻي.

**لرزَڻُ**: م(ف) ڏڪڻ- ڪنبڻ- ٿڙڪڻ. ڊڄڻ. ڏٻڻ.

**لرزو**: ذ(ف: لرزه) ڏڪڻي. ڊپ يا بيماري سبب ٿڙڪڻي.

**لرزي ٿيڻ**: شرمسار ٿيڻ- پشيمان ٿيڻ.

**لر لَر**: ث. وڏي آواز سان اجايو ڳالهائڻ. بڪ بڪ- بڪي.

**لُري:** ث. سياري ۾ اُتر يا اولهه کان لڳندڙ تمام ٿڌي هوا. تمام گهڻي سڪَيا تانگهه.

**لُري لڳڻ:** تمام گهڻي تانگهه ٿيڻ.

**لَڙَ:** ذ. لاڙو- جهڪاءُ.

**لُڙُ:** ذ. هُل- گوڙ. اجايو ڳالهاءُ. هنگامو. ڏمچر. بدامني- فساد. ميرو مٽيءَ هاتو پاڻي. درياءَ ۾ آيل نئون پاڻي (جيڪو ريٽ ءِ مٽيءَ سبب ميراڻجهڙو هوندو آهي). آسمان ۾ غبار ءِ ڌُنڌ.

**لُڙ ٻکيڙو:** هُل هنگامو- ڏمچر.

**لُڙ جُهڙ:** لڙاٽيل فضا.

**لُڙ لاهڻ:** جهيڙو بند ڪرڻ- گوڙ ڇڏڻ.

**لُڙ لنگهڻ:** درياءُ پار ڪرڻ. تڪليف مان ڇٽڻ.

**لُڙ لهڻ:** گوڙ بند ٿيڻ. آسمان تان غبار لهڻ. معاملو ختم ٿيڻ.

**لُڙاٽُ:** ذ. لُڙ- غبار- رَني. مٽيءَ گڏيل پاڻي.

**لُڙاٽڻُ:** م. آنريل پاڻيءَ کي هٿ سان ميرو ڪرڻ.

**لُڙاٽو:** ص. لُڙاٽ وارو- گدلو- ميرو.

**لَڙاڪُ، لَڙاڪُو:** ص. ويڙهاڪ- جهيڙاڪ. جنگجو.

**لَڙائڻُ:** م. ويڙهائڻ- جنگ ڪرائڻ. مقابلو ڪرائڻ. ڀيٽ ڪرائڻ- ٽڪرائڻ.

**لڙائڻ:** م. ليلائڻ- ٻاڏائڻ- منٿ ڪرڻ.

**لَڙائي:** ث. ويڙهه- جنگ- معرڪو- رزم. جهيڙو- تڪرار.

**لڙائي ڪرڻ:** جنگ ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ.

**لَڙٻاتي:** ص. ڊاڙي- ٻٽاڪي- لاف زن.

**لَڙقڙ:** ث. وٺ پڪڙ- تڙتڪڙ. هُل گوڙ. ٻڪواس.

**لُڙڪُ:** ذ. اکين مان وهندڙ پاڻيءَ جو قطرو- ڳوڙهو- هنج- اَشڪ.

**لُڙڪ لاڙڻ:** ڳوڙها ڳاڙڻ- روئڻ- ڏک ڪرڻ.

**لَڙڪائڻُ:** م. ٽنڪائڻ- ٽنگڻ. نمائڻ- جُهڪائڻ. ڦاسائڻ.

**لَڙڪڻُ:** م. لُڏڻ. ٽنگجڻ. ٽٽڪڻ. لاڙو ڪرڻ. هيٺ ٿيڻ- نمڻ.

**لَڙڪو ڪرڻ:** وڏي آواز ڳالهائڻ. ٻڪ ٻڪ ڪرڻ.

**لُڙڪي:** ث. ڪَنَ ۾ پائڻ جو ڳهه.

**لُڙڪي هڻڻ:** ڏانداريءَ سان ٻج ٿم ڪرڻ.

**لَڙڪَيل:** ص. سُست- ليلهر.

**لَڙ لَڙ:** ث. ٻڪ ٻڪ- جهڳي- ٻڪواس. جهيوڳ نهائڻ.

**لَڙَڻُ:** م. جنگ ڪرڻ. وڙهڻ. جهيڙو ڪرڻ. ٽڪرجڻ. مقابلو ڪرڻ. ورڻ- مُڙڻ. لاڙو ڪرڻ. ڦِرڻ (رستي کان)- موڙ کائڻ. لهڻ (سج).

**لڙي وڃڻ:** لنگهي وڃڻ- هلي وڃڻ. پاسو ڪري وڃڻ.

**لُڙَڻُ:** م. لُڙاٽڻ (پاڻي). گُهنج ڪرڻ (ڪپڙي کي). لوڙڻ (مٽيءَ ۾).

**لُڙو:** ص. ميرو- لڙاٽيل- لُڙ.

**لَڙوَت:** ذ. دوستي- يار. محبت- پريت. ڄاڻ سڃاڻ- آشنائي.

**لَڙهَ:** ث. هار. سَر- لڙهي (موتين جي). ڏاڳو- ڏور. قطار- لانڍ. وسيلو. اجهو. پروسو- سهارو. دامن- پلئُ.

**لَڙهَ لڳڻ:** تعلق ٿيڻ. آسري تي لڳڻ. سهاري ٿيڻ. دامن جهلڻ.

**لُڙهاڪو:** ذ. ٿوري ننڊ- پنڪي.

**لَڙهائڻ:** م. مانش ڪرائڻ.

**لُڙهَڻُ:** م. پاڻيءَ جي وهڪري ۾ وهي وڃڻ- لڙهندو وڃڻ. غرق ٿيڻ. جسماني طرح ڍهي پوڻ- هيڻو ٿيڻ- ڪمزور ٿيڻ.

**لُڙهي پوڻ:** ٻوڪ جو نوڙي پوڻ.

**لُڙهي وڃڻ:** وهي وڃڻ (وهڪري ۾). ڪمزور ٿيڻ- هيڻائي ٿيڻ.

**لَڙهو:** ذ. لانڍ- قطار. ڊگهي لَٽ. ڊگهي ڪاني- ڇڙ. پاڻيءَ ۾ وهندڙ ڪاٺ يا ٻم. پاڻيءَ جو وڏو وهڪرو- اُٿل. ٻڪين جي هڪ بيماري.

**لَڙهو اچڻ:** بيماريءَ جو دورو ٿيڻ.

**لڙهو چڙهڻ:** اٿل ٿيڻ- ٻوڏ اچڻ. هوش مان نڪرڻ- چريو ٿيڻ.

**لڙهو لڳڻ:** وڏي بيماريءَ ۾ ونجڻ. بيماريءَ جو زور ٿيڻ.

**لڙهو هڻڻ:** گشو هڻڻ- ڪوڙ ڳالهائڻ.

**لَڙهي:** ث. سَر (موتين جي). هار (موتين مڻڪن جو). لانڍ- قطار. سسو- سنگهر.

**لَڙي:** ث. لڙهه (موتين جي)- سَرَ. قطار- لانڍ. هار- مالها.

**لِزَ:** ص. ٻسنو- هيڻو. ڪنئرو. نازڪ. باريڪ- سنهو. ليلهر- بي همت. (ذ) ٻڪريءَ جو تازو ڄاول ڦر.

**لَسَ:** ث. لَسان. سُنوت- سڌائي. هڪجهڙو مٿاڇرو. پاڻيءَ جي اچَ. ڪڪرن جي لانڍ (جنهن ۾ وٺي نه هجي). (ظ) سڌو- لسو- ٻنا رنڊڪ.

**لَس ٿيڻ:** گهاٽو جهڙ ٿي وڃڻ.

**لَس لائڻُ:** قطار ٺاهڻ. ڪ گهڻي نه ڇڏڻ.

**لَس لَنگهڻ:** ٻنا سوچ ويچار جي جوڄ جي هيو وڃڻ.

**لَس ليٽ:** ذ. پاڻيءَ جي لاڳيتي اُٿل پٿل- چوليءَ تي چولي.

**لُس:** ص. لُسرو- خُسرو- ٻُڇي.

**لِسانَ:** ث (ع) جيڀ- زبان. ٻولي- ڀاشا.

**لِساني:** ص. ٻوليءَ جو- ٻوليءَ وارو.

**لِسانيات:** ث. ٻوليءَ جو علم.

**لَسانُ، لَسائي:** ث.سِڌائي.سَنوَت (سطح جي).

**لسائي:** ث.بي سوادائي-اَلوڻائي.

**لَسائڻ:** م.لسو ڪرڻ.استري ڪرڻ (ڪپڙو).سندرڻ (زمين).

**لَسَتَ:** ث (ع.لذت) سواد-ساءُ-مزو-لطف-لذت.ذائقو.

**لَستي:** ص.سوادي.ذائقيدار-وندڙ.لذت وارو.

**لسٽ:** ث (انگ) فهرست.

**لُسرو:** ص.بنا ڏاڙهي مڇ جي-ٻِڄي-خسرو.

**لَسڙاٽُ:** ص.ڳيرو (جنهن کي ڏاڙهي مڇ نه آيل هجي)-ننڍي عمر جو.

**لسڙو:** ص.لاسڙيات-لسڙاٽ-ڳيرو.

**لُس ڪُس:** ذ.خسرو-ٻڄي.بي نڪو-بيشرم.

**لسَڻ:** ث ٿوم.

**لَسَڻُ:** ذ.جسم تي پيدائشي ڳاڙهو يا ڪارو داغ.

**لسڻو:** ذ.فيروزو-زبرجد (جواهر).جواهرن سان جڙيل.

**لَسو:** ص. سنئين مٿاڇري وارو- هموار. اهو جسم جنهن تي وار وغيره نه هجي. چلڪتو. لاسڙيات-ڳيرو (بنا ڏاڙهي مڇ جي). (ث.لَسي).

**لسو:** ص.بي لذت-بي سواد.اَلوڻو-ڦڪو.

**لَسي:** ث.ڏڌ.ڇڊو ڏڌ-ڇاڇ.

**لَشڪَرُ:** ذ (ف) فوج-سپاه-ڪٽڪ.هجوم.انبوه-ڏن.انالو.

**لَشڪر ڪَشي:** ث.فوج جي چڙهائي-حملو-ڪاهه.

**لشڪر گاهه:** ذ.ڇانوڻي-ڪئمپ.

**لَشڪري:** ص.سپاهي-فوجي.عسڪري.

**لَش لَش:** ث.ڪُتي جي ڪائڻ يا کائڻ جو آواز.

**لش لش ڪرڻ:** ڪُتي وانگر کائڻ.تڪڙ يا هيڄ مان کائڻ.

**لطافَت:** ث (ع) چِٽرائي- رقت. هلڪائي. خوبي- سُهڻائي. پاڪيزگي.تازگي.ذائقو.

**لطائف:** ذ (ع) "لطيفہ" جو جمع.ٽوٽڪ (کِلَ مسخري وارا).

**لُطفَ:** ذ (ع) لذت- مزو. فرحت. مهرباني- احسان- ٽورو- ڪرم-عنايت.تازگي-خوشي.

**لَطِيف:** ص (ع) نفيس-باريڪ.صاف-شفاف.نرم-نازڪ.انلپ-ناياب. دوست- سڄڻ- مهربان. (ذ) سنڌ جو سرتاج شاعر عبداللطيف ڀٽائي.(اسم خاص) الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**لطيف غذا:** ذ.هلڪو کاڌو-هضم تي سگهندڙ سادو کاڌو.

**لَطيفو:** ذ (ع) ٽوٽڪو-پوڳ چرچو-کِل مسخري واري ڳالهه.

**لَطيفي:** ص.شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان نسبت رکندڙ.

**لَطيفي لات:** ث.شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام.

**لُعابُ:** ذ (ع) ٿُڪ-ٻِڪ.ڳَگ.ڳهاٽوءِ چيڙهو وارو رَس.رَسُ.

**لُعاب لائڻ:** ڦين مکڻ.چپن کي لنبي چِڏڻ.

**لُعابدار:** ص.ڳگ وارو-لِڳَنڳدار.

**لَعلُ:** ث (ف) ڳاڙهي رنگ جو هيرو-ياقوت.

**لَعلُ:** ص (ف) ڳاڙهو-سرخ-لال.(ذ) ڳاڙهي رنگ جو جواهر.

**لَعن:** ذ (ع) ڦٽڪار-نفرت.ڇِٽ-ملامت.

**لَعن طَعن:** ذ.ڇِٽ ڦِٽ-لعنت ملامت.

**لَعنَتَ:** ث (ع) ڦٽڪار-ملامت.نفرت جو اظهار-ڌڪار.پِٽ.

**لعنت ملامَت:** ث. ڇِٽ ڦِٽ-پِٽ پاراتو.

**لعنت وِجهڻ:** ڦٽڪار وجهڻ-پاراتو ڏيڻ.

**لَعنتي:** ص.لعنت پيل-ڦٽڪاريل ملعون (شيطان).

**لَعِينُ:** ص (ع) جنهن تي لعنت پيل هجي-ملعون.لعنتي-هچارو.

**لُغاتَ:** ث (ع) "لغت" جو جمع.الفاظ.ٻوليون.اهو ڪتاب جنهن ۾ لفظ معنائون ڏنل هجن-فرهنگ-ڪوش-ڊڪشنري.

**لُغادَ:** ث.طعنو-مهڻو-ڏوراپو.

**لُغاد هڻڻ:** ٻئي جي ڳالهه ۾ اجايو دخل ڏيڻ.

**لُغارَ:** ث.ذرو-چِٽڪو-ڳهڪو.

**لُغار لڳڻ:** ڳهڪو اچڻ.اٿرڻ ٿيڻ.

**لُغاري:** اسم خاص.بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**لُغامُ:** ذ (ف) گهوڙي جي واڳ جو اهو لوهي ڪنڊائون حصو جيڪو گهوڙي جي وات ۾ وجهجي.

**لغام چاڙهڻ:** وات بند ڪرڻ.قابو ڪرڻ.قاعدي ۾ آڻڻ.

**لغام لاهڻ:** گهوڙو کولڻ.ڇوٽ ڏيڻ.

**لَغايَت:** ظ (ع) پڇاڙي تائين-آخر تائين.شامل-سميت.

**لُغَتَ:** ث.(ع) لفظ.جملو.ٻولي-زبان.فرهنگ-ڊڪشنري-ڪوش

**لُغت نويس:** ص. لغت ناهيندڙ- فرهنگ لکندڙ- ڪوش ڪرتا-لڪسيوگرافر.

**لُغتي:** ث. ڪوڙ.نلهي يا هوائي ڳالهه.ٻاسرائتي وارو نوشو.

**لُغتيون هڻڻ:** ابتيون سبتيون ڳالهيون ڪرڻ.اجايا افواهي گپوڙا هڻڻ.

**لُغدي:** ث.ٿانءَ جي چِلهه تي رکڻ واري پاسي تي آيل ليپو (آلي مٽيءَ جوتم).

**لَغزُ:** ذ.ڪاغذ مان نهيل چؤڪور ٽڪلو-پتنگ (قسم:گڏي.ٽڪل.بانبي وغيره).باز (پکي) جو هڪ قسم ("جغز" جي مادي).

**لغزباز:** ص.لغز اڏائيندڙ.چالاڪ.هٿاڪي-گشائي.

**لَغڙُ هڻڻ:** گسَّا ڏيڻ- آسرا دلاسا ڏيڻ. ٻٽا ڪون هڻڻ.

**لَغڙو:** ص. بهادر- دلير- جوڌو.

**لَغڙي:** ث. ننڍو لغڙ.

**لَغزش:** ث (ف) ترڪڻ. ڏڪڻي. ٿابو. غلطي- ڀُل چُڪ. پير ٿڙڻ گمراهي.

**لَغو:** ص(ع) بيهودو- واهيات. بي معنيٰ- اجايو. بي فائدو- بيڪار. (ث) بيهودي ڳالهه يا ڪم.

**لَغورُ:** ص. بيحيا- بيشرم. گيڏي- بزدل- ڏڄڻو لوفر- رولو.

**لغوي:** ص(ع) لغت سان منسوب. اصلي.

**لَفاظي:** ث(ع) خوش بياني. ڳالهه ڏيگهه- وڏائي. بڪواس. ٻٽاڪ.

**لِفافو:** ذ (ع) ڪاغذ جو پوش. ڪاغذ جو غلاف (جنهن ۾ چٺي بند ڪجي).

**لفٽ:** ث (انگ) گهڻ ماڙ عمارت تي چڙهڻ لاءِ مشيني ڏاڪڻ.

**لفٽ نه ڏيڻ:** لاغرض ٿيڻ- نه پڇڻ- ڪان نه ڪرڻ.

**لَفظُ:** ذ (ع) ٻن يا ٻن کان وڌيڪ اکرن جو بامعنيٰ ٻول. جملو. ڳالهه.

**لفظ به لفظ:** ظ. هڪ هڪ لفظ. هوبهو. تفصيلوار.

**لفظي:** ص. لغوي. اصلي. لفظن جو.

**لُفنگ، لُفنگو:** ص. بدمعاش- لچ. رولو- آواره.

**لف و نشر:** ذ(ع) ٽڙيل پکڙيل شيون ويڙهڻ. عروضي شاعريءَ جو هڪ اصطلاح، جنهن ۾ شعر جي هڪ مصرع ۾ ڪي شيون بيان ڪجن، ته ٻيءَ مصرع ۾ ٻيون.

**لَقَ:** ث. چمڙي تي ڳاٽ سبب ٿيل ڦوڦيندو- ڇلٽو.

**لَقُون لَقِڻ:** گارگند ڪرڻ. بڪواس ڪرڻ.

**لَقڃڻُ:** م. گند مٽي وغيره ۾ پير ڄڻ.

**لَقڙُ:** ص. ڪَن ڊگهو. قداور. بدفضيلت- بي افعالو.

**لقڙي:** ص. هيٺو- ضعيف- ناتوان- نبل. رس- عرق.

**لَقَڪَڻُ:** م. لِچڻ- ڦٽڪڻ. ڏڪڻ- ڪنبڻ.

**لَقَڻُ:** م. وڏا ڦڪ هڻڻ- سپڪائي وڃڻ.

**لقڻُ:** م. ٿِڦڻ- گند مٽي سان ڀرڻ. گند هاڻو ڪرڻ.

**لَقي وڃڻ:** پورو ڪري وڃڻ- ختم ٿي وڃڻ.

**لَقاءُ:** ذ (ع. لقاء) ديدار- نظارو- ڏيکاءُ. صورت- شڪل. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ (جيئن ماه لَقا وغيره).

**لَقاپور:** ذ. اهو خيالي مڪان جتي سدائين سوجهرو آهي. لقاءَوارو مڪ.

**لَقَبُ:** ذ (ع) اهو نالو جو ڪنهن خوبي، خصوصيت يا عزت ڪن پيل هجي. عزت وارو نالو- خطاب.

**لَقب لائڻ:** الزام مڙهڻ. ڏوهه ڏيڻ. ٽڪو ڏيڻ. بدنام ڪرڻ.

**لَق دق:** ذ (ف) ٻوٿو- برپٽ- ويرانو.

**لُقطو:** ذ (ع) اها شيءِ جيڪا ڪنهن کي هٿ اچي پر ان جو مالڪ نامعلوم هجي (فقه جو اصطلاح).

**لَقلَقُ:** ذ (ع) هڪ قسم جو آبي پکي (ٽنگون ڊگهيون، چهنب ويڪريءِ ڊگهي)- سارس- ڪنگ.

**لُقمانُ:** ذ (ع) هڪ حڪيم جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ آيو آهي (جنهن پنهنجي پٽ کي نصيحتون ڪيون هيون). قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو. (ص) سياڻو- ڏاهو- داناءُ.

**لُقمو:** ذ(ع) گرانهه- نوالو. طعام. عمدو کاڌو.

**لُقمو ڏيڻ:** وات ۾ گرانهه ڏيڻ. رشوت ڏيڻ. هلندڙ بيان جي وچ ۾ رهجي ويل ڳالهه يا ٽاٽو ياد ڏيارڻ.

**لَقو، لُقو:** ذ (ف) ڪبوتر جو هڪ قسم (جنهن جو پُڇ وِڇڻي وانگر مٿي ٿيل ۽ ڪند پوئتي جهڪيل ٿئي).

**لَقوو:** ذ (ع) بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ اڌ جسم جا سَنڌ سڪي ۽ ڦري وڃن)- اڌرنگ- فالج.

**لَڪَ:** ث. چيله- ڪمر.

**لَڪ ٻڌڻ:** همت ڪرڻ- تياري ڪرڻ- سندروٻڌڻ.

**لڪدار:** ص. سنهي چيله وارو. سهڻي هانءَ وارو.

**لَڪُ:** ذ. جبل جو لَنگهه. جبلن جي وچان لنگهندڙ رستو. گهٽ- لَنگهه. چيله- ڪمر.

**لَڪ لانگها:** جبلن جا آڏا ترڇا پنڌ- ڏنگا ڦڏا پيچرا.

**لڪ لاهڻ:** تڪليفون ڏسڻ. راز فاش ڪرڻ.

**لڪ لنگهڻ:** تڪليفون جهاڳي پار پوڻ. مشڪلاتن مان پار پوڻ. وڏي مرض مان بچي اُٿڻ. ڏکيو وقت گذاري وڃڻ.

**لِڪَ:** ث. ڍَڪَ. لِڪڻ يا لِڪائڻ وارو عمل. ڍَڪَ. ڳُجهه.

**لَڪَ لِڪائڻ:** راز مخفي رکڻ. ڳالهه ڳجهي رکڻ.

**لَڪُ:** ذ. راز- ڀيد- ڳُجهه.

**لُڪَ:** ث. اونهاري ۾ ٻن پهرن جي گرم هوا. گرم هوا- لوهه- لوءِ. جهولو.

**لُڪَ لڳڻ:** جهولو لڳڻ. جهولي سبب بيمار ٿيڻ.

**لِڪائڻ، لُڪائڻ:** م. ڇپائڻ- ڍڪڻ. پوشيده ورکڻ- ڳجهو رکڻ. راز ۾ رکڻ. ڇپر ڪرڻ- گُم ڪرڻ. روپوش ڪرڻ. ٿَمڻ.

**لڪ چوري:** ث. ڳجهيءَ طرح- لڪل نموني.

**لڪَ ڇپَ:** ث. ڳجهه ڳوهه- ڳجهيءَ طرح. خلوت.

**لِڪ لِڪوٽي:** ث. هڪ قسم جي ٻاراڻي راند (لِڪڻ ۽ ڳولڻ

واريِ راند).

**لڪ لڪوتي ڦرڻ:** گمنام رهڻ- دنيا جي ڏنڌي کان پري رهڻ.

**لَڪَڙُ:** ذ.ڪاٺ.

**لَڪُڙُ:** ذ.لاڪڙ جي ناهيل جهوپڙي. سوراخ ڪندڙ سيرائيءَ جو ڳن (واڍڪو اوزار).

**لَڪڙا:** ذ.هندن ۾ مڙدي کي ساڙڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاٺيون.

**لڪڙا ڏيڻ:** مڙدي کي ساڙڻ.

**لڪڙ تار:** ث.(محاورو) تر ۾ جلد پکڙ جندڙ خبر.

**لَڪڙو:** ذ.ڏگهي ڪاٺي- ڏگهي ڇڙَ.

**لُڪڙي:** ث.ٻچيءَ جو هڪ ڳهه- سون يا چانديءَ جو پٽلو (جيڪو سنهي زنجيري يا ڏور ۾ وجهي پائجي).

**لڪڙيارو:** ص.جابلو ملڪ جو رهاڪو.

**لڪڙياري:** ص.لَڪڙ جهڙي سنهيءَ ڏگهي قد واري (عورت)- سنهڙي-نازڪ.

**لڪشمي:** ث(سن) لڇمي- سياڳ.ڪاميابي.خوشي.ڌن- ناڻو.

**لَڪَل:** ص.ڳجهو- خفيه.پوشيده.ڍڪيل.

**لَڪ لَڪ:** ث.ڪتي جي پاڻي پيئڻ جو آواز.

**لَڪنت:** ث(ع) ٻاتاڻ (زبان ۾)- ٻاتائي.هڪڙاڻ- اٽڪ (زبان ۾).

**لَڪڻُ:** م.ڪتي وانگر پيئڻ يا چٽڻ.

**لَڪُڻُ:** ذ.ننڍي لٺ (جيڪا ٽيڪ لاءِ هٿ ۾ ڪٺي هلجي)- ٻانڊو- عصا.

**لَڪڻ لڳڻ:** خوامخواه ڏوهه مڙهجڻ.

**لِڪڻُ، لُڪَڻُ:** م.لِڪي وڃڻ- پوشيده ٿيڻ- ڇپڻ- غائب ٿيڻ- گم ٿيڻ.

**لڪو رهڻ:** ڳجهو رهڻ- روپوش رهڻ.گم رهڻ.

**لُڪو:** ذ.سوراخ- تنگ- سٽ- جنبش.

**لڪوڙ:** ص.ٿوٽي- ڪاهل- ڪم چور.

**لَڪي:** ث.جبل جو لنگهه.جبل مان ويندڙ وات.

**لُڪي:** ث.ٻچيءَ جي پچاڙي واري ڪڏ.نڙي- نڙگهٽ وارو سَنڌُ.

**لُڪي ڪائڻ:** اندر سڙڻ.ارمان ٿيڻ.

**لُڪيءَ ۾ ساهه هجڻ:** مرڻينگ حالت ۾ هئڻ.تمام ضعيف ۽ ڏٻرو هئڻ.

**لڪياري:** اسم خاص.ساداتن جو هڪ ذات.

**لَڪير:** ث.ليڪَ.سٽَ.

**لڪير جو فقير:** ذ.انڌي تقليد ڪندڙ- قدامت پرست.

**لڳ:** ث.ڪَلَ- خبر- سُڌ- پروڙ.سُرت.

**لڳ پوڻ:** حقيقت معلوم ٿيڻ.يادگيري پوڻ.

**لکُ:** ذ.هڪ عدد- سؤهزار.

**لک تي ستو ڏوئڻ:** وڏو دولتمند هئڻ.

**لکَ لُٽائڻ:** گهڻي سخاوت ڪرڻ.ملڪيت اُڏائڻ.

**لک لعنت:** ث.گهڻي ڦٽڪار- نفرت.

**لکن ۾:** ص.تمام گهڻن ۾- سيني ۾.

**لک هزار:** بيشمار- تمام گهڻا.

**لکين:** تمام گهڻا- بي انداز- لاتعداد.

**لکَ:** ث.ٿوري ذري- هَوَ.ساعتُ- پل.لکيو- يا ڳ.ڳهه ۾ پيل هيري جي ڪَٽَي يا شيشي جو ننگ.

**لُکَ:** ث.لُکَ- جهولو- لُوهَ.

**لُکن لوڏڻ:** ڏک و ڪوڙڻ- مصيبتون اچڻ.

**لکا:** ث.سَمڪ- خبر- پروڙ- احساس.

**لکاپتي:** ص.جنهن وٽ لکين روپيا هجن.دولتمند- امير.

**لکا پڙهي:** ث.تحرير- اقراري لکيت.قبوليت.

**لکانو:** ذ.هجري سنه جو ستون مهينو رجب (جنهن ۾ زڪواة ۽ خير خيرات ڏجي).ماتهو جو نالو.

**لکاوت:** ث.لکپڙهه.لکت- دستاويز.

**لکائي:** ث.'لکڻ' جو معاوضو.

**لکائڻ:** م.ڏيکارجڻ- محسوس ٿيڻ- ڏيکائي ڏيڻ.

**لکائڻ:** م.تحرير ڪرائڻ- ڪتابت ڪرائڻ.

**لکائي پڙهائي:** ث.لکپڙهه.تعويذ ڦيتو.تحريري اقرارنامو.

**لکاوٽ:** ث.لکڻ جو نمونو- لکٽي.

**لکت:** ث.تحرير- اقرارنامو.تحرير جو نمونو- صورتخطي.

**لکت پڙهت:** ث.تحريري اقرارنامو.لکپڙهه.

**لکَ ٽکَ:** ث.آئينو- آرسي.

**لکپالُ:** ص.لکن کي پاليندڙ- رازق.

**لکپت:** ذ."ڪڇ" (پارت) جي هڪ بندر جو نالو.

**لکپڙهه:** ث.خطپت- چٺي چپاتي.لکيت ۾ ڪاڳاله.

**لکما سکٽي:** ث.پسار کي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي.

**لکڻُ:** م.سمجهڻ- محسوس ڪرڻ.ڏسجڻ.لکائڻ.

**لکڻُ:** ذ.افعال- لڇڻ.

**لکڻُ:** م.تحرير ڪرڻ.ڪتابت ڪرڻ.تصنيف ڪرڻ.دفتر ۾ چاڙهڻ.(ذ) تحرير- لکيت.

**لکثون:** ذ. نيڪ افعال- سلچڻو (ٻڌيه لکثو. چڱيه لکثو وغيره).

**لکثهار:** ص. لکندڙ- لکڻ وارو- ليکڪ.

**لکتي:** ث. لکڻ جو نمونو. تحرير. رسم الخط. لکڻ جي اسٽيل يا قلم.

**لکي ڏيڻ:** اقرار ڪرڻ- قبول ڪرڻ.

**لَکي:** ص. لکاپتي. لکن جو. قيمتي. گهوڙي جو هڪ رنگ (ڳاڙهاڻ مائل).

**لکيَتَ:** ث. تحرير- لکائي. اقرارنامو- قبوليت. دستاويز.

**لَکيسَر:** ص. لکن جو مالڪ- لکاپتي.

**لکيل پڙهيل:** ص. تعليم يافته- پڙهيل ڳڙهيل.

**لِکيو:** ذ. تحرير- نوشته. حڪم الاهي- الاهي اَمر. قسمت- نصيب- ڀاڳ.

**لکيو آڏو اچڻ:** قسمت ۾ جيڪي هوندو سو ٿيڻ.

**ليکو انگ پرڻ:** قسمت جو قلم وهڻ.

**لکيو پورو ٿيڻ:** نصيب جو لکيو پورو ٿيڻ. شادي ٿيڻ.

**لکئي جون لامون:** ث. قسمت جا نتيجا.

**لکيو لوڙڻُ:** مصيبت جو وقت ڪاٽڻ. ڏکيا ڏينهن گذارڻ.

**لکيو ماٽڻ:** شادي ٿيڻ- مُڙس ملڻ.

**لکيو پڙهيو:** ذ. درس تدريس. عهد اقرار. (ص) تعليم يافته.

**لَگات:** ظ. شامل- سوڌو- سميت- بمع.

**لگامُ:** ذ (ف) لغام- واڳ (گهوڙي جي).

**لَگُ:** ظ. ويجهو- قريب. لڳل- لاڳو. پرسان. (حرف جر) لاءِ- واسطي. (ذ) پکين ۽ جانورن جو ميلاپ.

**لَگُ ڪرڻ:** ميلاپ ڪرڻ- جماع ڪرڻ.

**لگُ وارو:** لاڳاپو رکندڙ- واسطيدار. پرسان- پروارو.

**لَگُ:** ص. ڪمزور- لڳڙو.

**لگاتار:** ظ. مسلسل- سانده- لاڳيتو.

**لگاءُ:** ذ. تعلق- واسطو. پيار- محبت. ملاوت- آميزش. مداخلت.

**لگائڻُ:** م. ملائڻ- ڳنڍڻ- گڏڻ- جوڙڻ. چنبڙائڻ. شامل ڪرڻ. خرچ ڪرڻ. نوڪڻ (پادر، موچڙا). هڻڻ (وڻ، ٻوٽو). ٺڪڻ- مڙهڻ (الزام).

**لُگائڻ:** م. ڦباٽڻ- ٺڳڻ. چوري ڪرڻ.

**لَگِ ٻگِ:** ظ. ملندڙ جلندڙ. انهيءَ جهڙو. ذري گهٽ- تقريباً. اٽڪل روءِ. (ث) ميل ملاقات- ڏيٺ ويٺ.

**لگتَ:** ث. جڙ ٻوٽ جو اثر.

**لَگڙُ:** لگڙو: ص. چنبڙندڙ. لڳلڳدار. ڦلهڙو. ڦيٿو. نرم. ڪونئرو.

**لگڙُ لُگڙو:** ذ. ڪپڙو. ڦاٽل پراڻو ڪپڙو.

**لَگِلُ:** ص. مليل. گڏيل- پيتل. لاڳو. چنبڙيل. داغ لڳل.

**لگِ لاڳ:** ذ. تعلق- لاڳاپو- نسبت.

**لگِ لاڳاپا:** ذ. واسطا- تعلقات. مائٽي- رشتو.

**لگِ لگِ:** ث. ليس- چنبڙڻ وارو مادو.

**لگلگدار:** ص. ليسدار- چنبڙندڙ- لڳڙو. ڪونئرو- نرم.

**لگِ ليوڻ:** ذ. ديگڙيءَ جي پاسن کي لڳي پوندڙ ڙرڌل ڪاڌو.

**لگڻُ:** م. ٽڪرجڻ. ٺهڪڻ. ملڻ. گڏجڻ. چنبڙڻ. ٿيڻ (دل، پريت). مشغول ٿيڻ (ڪم ۾). محسوس ٿيڻ (اُڃ، بک، اثر). گهلڻ (هوا، طوفان). ڪپڻ- جڙڻ. ڳنڍجڻ. گسڻ (پاسو). چڀڻ (ڪنډو وغيره). ڦرجڻ (چوپائي). ملڻ (وجه). اثرائتو ٿيڻ- ڪارگر ٿيڻ. بند جڻ (اک).

**لڳو رهڻ:** گڏ رهڻ. گڏيو وتڻ. چنبڙيو رهڻ. مصروف رهڻ- رڌل رهڻ. قائم رهڻ.

**لگنو ٻگنو:** ص. رلتو ملتو- ميل جول وارو.

**لگني ٻيڙي:** ص. ڳالهين ۾ جتي وتي اٽي ٻيهي رهندڙ. بدڪردار عورت.

**لگي پوڻ:** ٻيڙيءَ جو ترو زمين سان لڳڻ (ٿوري پاڻي سبب).

**لَگي چڙهڻ:** پنيان پوڻ- ساڻ هلڻ.

**لگي لائڻ:** حوالي ڪرڻ. ڳلي لڳائڻ.

**لگي وڃڻ:** چنهجي وڃڻ. شروع ٿيڻ (ڪم ۾). اتفاقاً لڳڻ (ڏڪ).

**لگو:** ص. ("سڱو" جو ضد). اهو اولاد يا مائٽ جيڪو "سڱو" نه هجي. ڏاريو.

**لگو اُتڙيو:** ص. لڳي ٿڙندڙ- بي اثرائتو.

**لگو ٻڌو:** ظ. پورو نشان تي لڳندڙ- پورو- برابر.

**لگو رهڻ:** گڏ هجڻ- پيڙو هجڻ. رڌل رهڻ (ڪم ۾).

**لگو هلڻ:** گڏو گڏ هلڻ- همراه ٿي هلڻ.

**لگولگُ:** ظ. گڏ- لاڳو- ساڻ- ٻيٽ. لاڳيتو- سانده- مسلسل.

**لگهُ:** ذ. ڪکر- ميگهه.

**لگي:** ث. نينهن- عشق. محبت- دوستي. لاڳاپو- تعلق. خواهش- آرزو.

**لُگهو:** ذ. پيت ۾ لڳل تختو- جارو.

**لَگ:** ذ (ف. لنگ) منڊ ڪٽي.

**لڱ:** ذ. بدن جو ڪو به عضوو. بدن- جسم. ڌڙ.

**لَڱ سنڪجڻ:** ٻت کي اڻ وتندڙ واءُ لڳڻ.

**لِڱ ڪانڊارجڻ:** خوف سبب بدن ۾ سيسڙاٽ ٿيڻ. جسم جا وار اُڀ ٿيڻ.

**لِڱ ڪوسا ٿيڻ:** بخار ٿيڻ- تپ ٿيڻ.

**لڳ لُونءَ ٿينءَ:** سوز ۾ سڙڻ- جهوريءَ ۾ جهڄڻ.

**لَڳ مُڙڻ:** بخار چڙهڻ- ٻَروا چڻ.

**لَڳا:** ذ.ڀيرو- وارو- دفعو.

**لَڳائڻُ:** م.منڍ ڪائڻ.لنوائڻ.ڳوٺنات ڪرڻ.

**لَڳائي:** ث.اڳهائي- بيماري.عيب.خرابي- بچڙائي.مَدي.

**لَڳائي چڳائي:** ث. چڳي مَٺي. بيماري سيماري. برائي ڀلائي. عيبثواب.

**لڳو:** ص(ف.لنگ).منڊو- لنگڙو.ناچڱو- ناخوش- بي مزي- بي چاڪ.("چڱو" جو ضد).

**لَلُ:** ذ.لڇڻ- ڪرُ- افعال.خوبي- چڱائي.همت- مڙسي.

**للائتو:** ص.فضيلتوارو- لائق.سياتو.

**لَلُ ليڪر:** ذ.سياڻپ- عقل.خوبي.اُپاءُ- حيلو.

**لُلُ:** ذ.چريو- بي عقل.مستانو.چَٽُ.

**لُل مَتڻ:** اجائي بڪواس ڪرڻ- ڌاڙهڻ.

**لُلائي:** ث.چريائي- بيوقوفي.ناداني.

**للهَ:** ندا(ع) الله جي واسطي- خدا ڪارڻ.

**لله في الله:** ص.خدا ڪارڻ.خدا جي واٽ ۾.

**للاهُون ڪرڻ:** خدا جا واسطا وجهڻ.عاجزيون ڪرڻ.عرض ڪرڻ.

**لَلاٽ، للاٽُ:** ذ.نرڙ- پيشاني.نصيب- نڪيو.جوت- روشني.

**للت:** ث(سن)"هنڊول"راڳ جي هڪ راڳڻي.

**للچپ:** ث.چاپلوسي- ڪوڙي خوشامد.

**لَلُر:** ث.گاهه جو هڪ قسم(جيڪو ڀاڄي طور به ڪم اچي).

**لَلر قلر:** ث.ڏڌر ڦڏر.

**لَلڪار:** ث.هڪل- زوردار آواز.نعرو.حملي وقت مقابل کي سڏڻ جو آواز.

**لَلڪارڻُ:** م.نعرو هڻڻ.زور سان آواز ڪرڻ.هڪل ڪرڻ.مقابل کي هڪل سان سڏڻ.

**لَلنگهه:** ص.سورهيه.پيارو.لائق نوجوان.سهڻو.اَڏو ساماڻو.

**للو:** ذ.ٻار- طفل.ٻَچُ.لاڏلو- پيارو.بي سمجهه"هنج"پکي جو هڪ قسم(آبي پکي).ٻار جو مخصوص عضوو.

**للو پَتو:** ذ. مٺاچرو ڪم. ناز برداري. ترڪتال. اٽڪل بازي- حرفت- چالاڪي.

**للو ڏيڻ:** وهنوار ڏيڻ.جوڙ ڪرڻ- ميزان ملائڻ.

**للو:** ذ.چاهه- شوق(ٻار جو).

**لُلُو:** ذ.بچڙي شڪل وارو- ڀوت- ٻائو.(ص) ڊڄڻو- ڪائر- بزدل.

**لُلو بَچائڻ:** ڏيڃارڻ.

**لُلو پَنجُو:** ص.خسيس ءِ واهيات(ماٺو)- جهڙو تهڙو.

**لَلهنت:** ص.پهلوان- جوڌو- سورمو.

**لَلهو:** ص.موڳو.سُست.ڍلو.جهڪو(رنگ).

**لَلي:** ث.نندي ٻار جو خاص عضوو.

**للي چپي:** ث.خوشامد- چاپلوسي.

**للي چپي ڪرڻ:** خوشامد ڪرڻ.اجائي پاسخاطري ڪرڻ.

**لَليءَ لالڻُ:** دربدر ڪرڻ- آسري ۾ رکڻ.

**لَليجو:** ذ.ڪيسا ڪپيندڙ- ڳنڍيچوڙ.دلبوڏيئي ڦريندڙ.

**لَمرُ:** ذ.تيز.تپو(بال جو).ڏڪو- تيلهو.

**لمر نمر ڪرڻ:** ڳالهه کي ابتو سبتو ڪري لنوائي وڃڻ.

**لَمر ڏيڻ:** ٻانهن جي زور تي ڪنهن کي مٿي ڪَٽي جنگهون ڪڍڻ (ملهه ۾).گسو هڻڻ- ڏٽو ڏيڻ.

**لَمر هڻڻ:** اٽڪل ڪرڻ- دغا ڪرڻ.

**لَمرَ:** ث.سنگهه- نڪ جي غلاظت.

**لَمر سنگهه گڏ ٿيڻ:** منجهي پوڻ.تڪليف ۾ ڦاسڻ.

**لَمرُ:** ث.هڪ مشهورونءَ- نمرُ.

**لَمائڻُ:** م.لنوائڻ- نٽائڻ.ڪسڪائڻ- لڪائي ڪٽيءَ وڃڻ- چوري ڪرڻ.

**لَمائي اچڻ:** يڪدم ڪٽي اچڻ. لڪائي ڪٽي اچڻ- چوري ڪري اچڻ.

**لمبر:** ذ.نمبر.عدد.

**لمبري:** ث.زمين جو ٽڪر.سرڪار طرفان مقرر ڪيل پئمانو.

**لمبُو:** ص.ڏگهو.بيوقوف.

**لمتي:** ث.گسو- ڏٽو.جهڙپ- جهپُ.

**لَمتي هڻڻ:** جهڙپ هڻي کسي وڃڻ.ڏٽو ڏيڻ.لاماروڏيڻ.

**لَمپَٽُ:** ص.لانگ چوٽو- لوفر.

**لَمر لَپُ:** ذ.اٽڪلبازي- ترڪتال.اڏورو ڪم.

**لَمر لوڙ:** ذ.گوڙ گهمسان- هُل هُو ڪرو.

**لمحو:** ذ(ع.لمحه) پل- گهڙي- ڪَن- اک ڇنڀ.

**لَمرُ:** ص.ٻٽاڪي- چالاڪ- اٽڪلباز.

**لمرو:** ص.جنهن جي نڪ مان سنگهه وهندي رهي- سنگهر.

**لَمسُ:** ذ(ع) ڇهاءُ.ڇهڻ جي قوت.

**لمڪو:** ذ.لوڏو.نازسان هلڻ جو هڪ انداز.

**لمڪو ڏيڻ:** لوڏي سان هلڻ.گهمري ڏيڻ.

**لمڪي ڏيڻ:** گهوڙي چڙهي چڪر ڏيڻ.

**لَمليٽَ:** ٿ (انگ) ليمن جو شربت.

**لُمند:** ص. وڏو- ڊگهو. نوڙيل- لڙيل.

**لَمَڻُ:** م. جُهڪڻ- نمڻ. لُڏڻ- لٽڪڻ. لامارو ڏيڻ.

**لمَڻُ:** م. ننڊمان سجاڳ ٿي اوباسيون ڏيڻ. ڪَر موڙڻ.

**لَمو:** ص. هيٺاهون- جهڪيل (پَٽُ، علائقو). لڙيل. مٿو- ڪند (اوزار). لائڻون- گهٽ.

**لَمي راهه:** ٿ. اڻ لتاڙيل رستو- نئون گس.

**لميٽيڊ:** ذ (انگ) محدود. محمدود دائري واري ڪمپني.

**لَنُ:** ذ. مردانو مخصوص عضوو.

**لن ڏيڻ:** (سلينگ) ڪجهه بہ نہ ڏيڻ. لَنُ ڪڍي بيهڻ. انڪاري جواب ڏيڻ.

**لن تراني ڪرڻ:** (سلينگ) جواب ڏئي ڇڏڻ. مورڳون نہ مڃڻ. ٽاري ڇڏڻ.

**لَنب:** ذ. گاهه جو هڪ قسم (جنهن جو ٻج ڏٽ طور ڪم اچي).

**لنبُ:** ٿ. ڳري جو ليپو- راڳو.

**لُنب:** ص. چڙو- اڪيلو. جنهن کي ٻار ٻچو نہ هجي. رولاڪ. نڌڻڪو.

**لنبائڻُ:** م. راڳائڻ- ليپو ڏيارڻ.

**لَنبائي:** ٿ. ڊيگهه- طول.

**لنبائي چوڙائي:** ٿ. ڊيگهه ويڪر.

**لنبجڻُ:** م. راڳجڻ- ليپو اچڻ. پرجڻ (گپ گاري ۾).

**لَنبڻُ:** م. ليپڻ- راڳو ڏيڻ. لِڦڻ- مکڻ.

**لَنبو:** ص. ڊگهو. ڊگهي قد وارو. دراز- طويل.

**لنبو چوڙو:** ص. ڊگهو ۽ ويڪرو. ٻڪڙيل- طول طويل.

**لَنبُو:** ص. ڊگهو. اجايو ڊگهو. ڄانگهڙيل. بيوقوف.

**لَنبُوڙُو:** ذ. وڏو گرانه- لپوڙو.

**لنبيُ:** ذ. ڪلراٺي زمين تي پيدا ٿيندڙ گاهه جو قسم.

**لُنبيُ:** ٿ. چڙب. جٽ ڦٽ.

**لُنيڪو:** ذ. وچ ۾ ڳالهه ٽوڙڻ واري حالت- دخل اندازي.

**لُنيَڻُ:** م. جٽ ڦٽ ڪرڻ. بدشڳون ڳالهائڻ. وري وري جٽ ڦٽ ڪرڻ.

**لُنيُڻُ:** ص. ضعيف- هيڻو- ڪمزور- ڏٻرو.

**لُنيو:** ذ. چڙب- ٽڙي. مهڻو- ڏوراپو.

**لَنجَ:** ٿ. اوڻائي- ڪوٽ- ڪوتاهي. اڻاٺ- گهٽتائي. طلب- لوڙ- ڪپ.

**لَنجار:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**لنجهه:** ٿ. ٿورو واسطو- ٿورو تعلق. بيماري- اگهائي.

**لنجهڻ:** م. بيماري ۾ بيقرار ٿيڻ.

**لَنچ:** ذ (انگ) ٻنپهرن جو کاڌو- مانجهاندو.

**لَندُ:** ص. بدمعاش- لوفر- لُچ.

**لندُ:** ذ. پاخانو- ٿورو. راند ۾ هار. هارايل راند جي ٽڪي.

**لندُ ڏيڻ:** راند ۾ شڪست ڏيڻ.

**لندا سيرانديءَ اچڻ:** تڪليف ۾ اچڻ. مُنجهڻ.

**لندُ ڪڍڻ:** سخت سيڪت ڏيڻ. ڏاڍي مار ڪڍڻ.

**لند گهڙڻ:** سخت قبضي ٿيڻ. مشڪلات ۾ ڦاسڻ.

**لندَ مَڪرُوهه ٿيڻ:** تڪليف ۾ پوڻ- پريشان ٿيڻ.

**لُندُ:** ذ. بلوچ قوم جي هڪ ذات. بَلا جو هڪ قسم.

**لَندائُو:** ص. بڪبڪيو- گوڙ ڪندڙ.

**لَندائي:** ٿ. بيشرمائي. بيحيائي. بيوفائي.

**لَندو:** ص. چڙو ڇانڊ. بناگهر ٻار جي. اڻ پرڻيل. اوباش.

**لُندو:** ص. بنا پُڇَ جي- پُڇ وڍيل (جانور)- ٻاندو. پنن کان سواءِ (وڻ). ننڍو- ڇوٽو (وڳو. لباس). عيبدار- ناقص. اڻپورو.

**لَندُورو:** ص. لُندو. اڪيلو. بيڪس.

**لَندي:** ٿ. بيوه- رنڙ. اوباش (عورت). ڇڙي ڇانڊ. بدڪار (عورت). رندي- ڪسبياڻي.

**لَندي ٻُتي:** ص. عام خاص- جيڪا ٽيڪا- هر عورت.

**لُندي:** ص. بنا پُڇ جي (ٿ) هڪ قسم جي زهريلي بلا.

**لُنديءَ تان نہ لهڻ:** بدمعاشيءَ کان باز نہ اچڻ- لُچائي نہ ڇڏڻ.

**لُندي خوشامد:** ٿ. اجائي تعريف. چاپلوسي. مٺا چري آڏريا.

**لُند ڪاڏل:** ص. چرڪيل. اندرڪوٺو- منافق. حاسد.

**لَندو:** ذ. رسو- واجهه- ٽلهي نوڙي.

**لَنڪا:** ذ. ڀارت جي ڏکڻ ۾ هڪ مشهور وڏو ٻيٽ ۽ ملڪ- سيلون- سرانديپ.

**لَنگُ:** ذ (ف) مَندُ (هڪ ٽنگ يا هڪ پير کان معذور). مند ڪائڻ جو عيب. (ص) مَندو- هڪ پير مند ڪائي هلندڙ.

**لنگُ:** ذ (س) مردانو مخصوص عضوو. (گرامر) جنس- صنف.

**لُنگُ:** ذ (ف) لانگوٽو. ڇتڙن تي ٻڌڻ جو ننڍو ڪپڙو- ڇوٽو. گوڏن تائين گوڏ.

**لُنگ ڪڍڻ:** لانگوٽو ٻڌڻ. فقط وگهڙ ڍڪڻ.

**لنگرُ:** ذ (ف) پاڻيءَ جي جهاز، غوراب يا ٻيڙيءَ کي بيهارڻ جو لوهي ڪنڊو- ناٺاري. ڪنهن آستاني تي عام خيرات لاءِ رڌل کاڌو.

فقراءَ جو کاڌو. اها جاءِ جتي لنگر ورهائجي. خيرات جي ماني.

**لنگرخانو:** ذ. فقيرن ۾ ماني ورهائجڻ وارو هنڌ. محتاج خانو.

**لنگر کڻڻ:** ناتاري کڻڻ - جهاز ڇوڙڻ.

**لنگر هڻڻ:** ناتاري هڻي جهاز يا ٻيڙي کي بيهارڻ. هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪرڻ.

**لنگري:** ذ. لنگر پچائيندڙ - رسوئيو - بورچي.

**لنگڙو:** ص. مَنڊو. هڪ ٽنگ کان جڏو.

**لنگڙو:** ص. ڪپڙو. لِڱڙ.

**لَنگڙياري:** ث. ڦاٽل ڪپڙن واري.

**لنگوتاڙو:** ص. لانگوٽيو - بي شرم - بدچال - نفس پرست. (ث. لنگوتاڙي).

**لنگوٽُ:** ذ. لنگ - لانگوٽي. چيله ۾ ٻڌل ڪپڙي جي پٽي (اڳيان پويان اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ).

**لنگُورُ:** ذ. هڪ قسم جو جانور - پولڙو. ڪاري مُنهن وارو باندر.

**لُنگي:** ث. پَٽ يا ريشم جو ڪپڙو (جيڪو عام طرح پٽڪي ٻڌڻ ۾ ڪم اچي) - لُونگي.

**لنگهه:** ذ. لنگهڻ جو رستو - لانگهو. واٽ - گس. لوگهو. عام رستو.

**لنگهه لنگهڻ:** ڏکي ءَ واٽ مان پار پوڻ. مصيبت مان پار پوڻ.

**لنگهائڻُ:** م. اُڪارڻ - پار ڪرڻ. وڃڻ - گهيڙائڻ. داخل ڪرڻ.

**لنگهڻُ:** ذ. بُک - فاقو. روزو.

**لنگهڻ ڪڍڻ:** فاقا ڪڍڻ - بکون ڪاٽڻ.

**لنگهڻُ:** م. مٿان وڃڻ - اُڪرڻ. لنگهي وڃڻ. پار ڪرڻ. عبور ڪرڻ. گذري وڃڻ (وقت).

**لنگهي پار پوڻ:** مصيبت جا ڏينهن پورا ڪرڻ.

**لنگهو:** ذ. مڱڻهار - دهلاري - دهل وڄائي گهورون ندڙ.

**لنگهو ٿي بيهڻ:** ظاهر ظهور بيچڙو ڪم ڪرڻ - نرلجو ٿي بيهڻ.

**لنوَ:** ث. ليسدار مادو. ليس - چيڙهه. لِڳلِڳدار مادو. لغار.

**لَنوَ لائڻ:** عيب لائڻ. مياري ڪرڻ.

**لُنواري:** اسم خاص. بدين ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو (جتي وڏي عارف خواجه محمد زمان رح جو مقبرو آهي).

**لَنوائڻُ:** م. نٺائڻ - گوٺنات ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ. ڌيان نه ڏيڻ.

**لنوائي وڃڻ:** نٺائي وڃڻ. گسائي وڃڻ. ڪَن لاتار ڪرڻ. ڪسڪي وڃڻ.

**لنوَندي:** ث. تڪليف - ڏاکڙو - ڪشالو. وڳوڙ - خرابي.

**لَنوَڻُ:** م. لاماراڏيڻ (پکي). لات ڪرڻ - ٻولڻ (پکي).

**لُنائڻُ:** م. لابارو ڪرائڻ - فصل ڪٽائڻ.

**لُنائي:** ث. لاباري جي اُجرت - لائي.

**لُنڻُ:** م. ڪاٽڻ (فصل). وڍڻ (سنگ). ڪپڻ (پوک) - لابارو ڪرڻ.

**لِوَ:** ث. چيڙهه وارو لِڳلِڳدار مادو - ليس - چيڙهه - لنوَ. مڇيءَ جي ڪِڪَ وارو چيڙهه.

**لُو، لُوءَ:** ث. اونهاري جي گرم هوا - لوهَ - لَڪَ. جهولو.

**لواحقَ:** ذ (ع. 'لاحق' جو جمع) مٽ مائٽ - رشتيدار. نوڪر چاڪر.

**لواحقين:** ذ. گهر جا ڀاتي - ٻارٻچا. عيال.

**لوارو:** ص. لِڳلِڳدار - چيڙهو - لوَارو.

**لُواڙڻُ:** م. ميرو ڪرڻ - لٻڻ.

**لَوازم:** ذ. (ع. "لازم" جو جمع) ضروري شيون. سامان - اسباب.

**لَوازمات:** ذ (ع) ضروري شيون - سامان سڙو.

**لَوازمو:** ذ (ع) محنت جو اجورو - محنتانو. پگهار.

**لواطَت:** ث (ع) اغلام بازي.

**لوالو:** ذ. جهنڊو - عَلم.

**لَواندو:** ذ. زمين جو غيرآباد ٽڪر. جتي ڪجهه وٺڪار هجي.

**لُوبُ:** ذ. فصل جي وِڍ - لابارو.

**لوبانُ:** ذ (ع) هڪ قسم جي وڻ جو خوشبودار ڪئونر (جيڪو باهه ۾ وجهڻ سان خوشبودار دونهون ڪري).

**لوبي:** ث. پاڻياٺي يا آلي ءَ زمين ۾ ڏنل هر.

**لوبُ:** ذ (سن) طمع - لالچ - حرص. هٻچ.

**لوبڻ:** م. لالچائڻ. ورغلائڻ - ڏٿارڻ.

**لوبي:** ص. لالچي - حريص.

**لوت:** ث. غم - گوندر - پيڙا.

**لَوتُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم.

**لوتڙيو:** ص. چغل خور - چيٽاپور - چاپلوس.

**لُوتي لائڻ:** جهيڙو ڪرائڻ - ويڙهائڻ. ڪُنڌ ڪٽڻ - تپائڻ.

**لوٿَ (ث)، لوٿُ:** ذ. لاش - مڙهه. سسيءَ کان سواءِ ڌڙ.

**لوٿَرُ:** ص. ٿلهو. مضبوط. بهادر.

**لوٿڙو:** ذ. گوشت جو ڍڳُ. گوشت جو وڏو ٽڪر. مُثل جسم.

**لوٿ موٽ:** ذ. ٿلهو - سُجيل - ڦيٿو.

**لوٿڪي:** ث. ننڍو لوٿو - ٿيو - ڏکي.

**لوٿو:** ذ. ڏاتوءَ مان نهيل هڪ قسم جو ٿانءُ. ٺڪرَ جو ڪنگر.

**لوٿي لُوڻ ٿيڻ:** لوٿي ۾ پيل لوڻ وانگر ڳري وڃڻ. ناس ٿيڻ - ختم ٿيڻ.

**لوٿُو:** ص. لُٽ ڪندڙ - ڦُريندڙ - ڦورو.

**لوٺ:** ث. سُڪل ڪاني. (ص) بي عزتو. نرلجو.

لوٽڻ: م. ڇڙٻيون ڏيڻ- ڇينيڻ.
لوٽيو: ص. ڇڙو ڇانڊ. رولو. جنهن جو گهر گهاٽ نه هجي. ڪنگال.
لَوث: ذ(ع) ملاوت. داغ. عيب. گندگي.
لوپ: (ذ)، لوپي: ث. ٻڪري جو هڪ قسم- سر ڪن ٻڪري.
لُوپڻ: م. تُڪ لعنت ڪرڻ. لَٽڻ- ڦُرڻ. جنجال ۾ وجهڻ. مُنهن تي ميجائڻ.
لوپي: ث. آلي زمين ۾ ڏنل هَرُ.
لُوجري: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم- سڪل مڇي.
لوڄ: ث. ٻولا- وڙڙ. نهار. جاڪوڙ. سُوجهه. ٻُتي- ويچار. بيتراري.
لُوڄڙو: ص. رولاڪ- رولو- ڀٽڪندڙ.
لوڄڻ: م. ڏسڻ- نهارڻ- جاچڻ. ٻولڻ- وڙڻ. سوچ ويچار ڪرڻ.
لوڇي لهڻ: ڪشالي سان ٻولي هٿ ڪرڻ.
لوڇَ: ث. ڦٿڪو- بيتراري- آنڌ مانڌ. ايذاءَ کان ڦٿڪو.
لوڇ لڳڻ: ڳالهه نه وڻڻ- تڪليف پهچڻ.
لوڇَ پوڇَ: ث. بيتراري- آنڌ مانڌ. ڦٿڪو.
لوحَ: ث (ع) ڦرهي- پَٽي- تختي. ڪتاب جو پهريون صفحو (جنهن تي ڪتاب جو نالو ۽ لکندڙ جو نالو هجي). قبر جي سيراندي ۽ کان نالي واري تختي. ليکو- ڀاڳ- نصيب.
لوح قلمُ: ذ. پٽيءَ قلم. لوح محفوظ. قسمت جو لکيو. انگ ازلي.
لوح قلم ۾ لکيو هئڻ: اصل کان اهڙو نصيب هئڻ.
لوح مَحفوظ: ذ. مسلمانن جي عقيدي مرجب اها تختي جنهن تي انسان جي قسمت لکيل آهي (اهو لکيو اٽل آهي).
لوڊ: ث. ڪُتن جوولر.
لوڏَڻ: م. هڪالي ڪيڻ- ڌڪا ڏيئي ڪڍڻ. ڀڄائي ڪيڻ.
لوڏي: ص. ڪُتن جي لوڏ کي سنڀاليندڙ. شڪاري.
لوڏي: اسم خاص. ٻناٽن جي هڪ قوم.
لوڏيڙو: ذ. سڪايل- مشتاق- شائق. پيارو- محبوب.
لوڏَ: ث. پينگهه (ڪنهن وڻ ۾ ٻڌل). ٻار کي لوڏي سمهارڻ لاءِ ڪپڙي جي جهولي. هٿڻ جو هڪ نمونو. ناز سان هلڻي.
لوڏ ڏوڏَ: لَچڪ سَچڪ- وَروَڪڙ.
لوڏ لڪ لهڻ: بلڪل موهيندڙ هلت هئڻ.
لوڏڻ: م. لوڏا ڏيڻ. ڌوڻڻ. پينگهه ۾ پينگهي کي لوڏڻ.
لوڏنو: ص. پينگهي لوڏڻ جي رسي.
لوڏو: ذ. جهولو- ڌوڏو- ڌون. جهوٽو. ڇيهو (صحت يا مال جو).
لوڏا ڏيڻ: لوڏڻ (پينگهي تي). ڌوڻڻ اڙڻ. ستائڻ.
لوڏا کائڻ: جهوٽا کائڻ. ٿڙڻ ٿاٻڙڻ. نقصان هيٺ اچڻ.
لوڏا لما: زماني جا لاها چاڙها.
لوڏن ۾ هئڻ: دربدر ٿيڻ. ڌڪا کائڻ.
لودُ: ذ (انگ) بارَ- وزن- بوجهه.
لوڍَ: ث. ٻسار کي وکر جو هڪ قسم. ڳوٺ ۾ ڪتب ايندڙ هڪ قسم جو چوڏو.
لودو: ص. ڊگهي مُنهن وارو- مُنهن ڊگهو. هڪ ذات جو نالو.
لُورَ: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.
لورا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو
لوراندو: ذ. ڪاري ۾ ڍوري جي ڪپ تي ٿيندڙ هڪ قسم جو گاهه.
لُور لُور: ث. ڪٽي جي نوس نوس واري عادت. اجايو رُلڻ.
لُور لُور ڪرڻ: نوس نوس ڪرڻ. لالچ جي ڪري پنيان لڳڻ.
لورو. ذ. عام طرح ڳائڻ وڄائڻ جو ڏنڊو ڪندڙ. لنگهو- منگتو.
لوري: ث. ٻُتي- جهوري. محبت جي تانگهه- سڪَ.
لوري لڳڻ: ٻُتي ٿيڻ- آنڌ مانڌ ٿيڻ. ڪنهن ڪم لاءِ آرام ڦٽڻ.
لوري: ذ. تير- بارُ- ڪانُ.
لوڙَ: ث. ضرورت- گهرج- طلب.
لوڙ پوڻ: گهرج پوڻ- ضرورت پوڻ. فساد ٿيڻ- گوڙ ٿيڻ.
لَوڙَ: ث. هٿ جيڏي ڊگهي ڪاني. جا چوپائن سان گڏ ڪٽن.
لَوڙَ هئڻ: گهوٻاٽو اچلي هئڻ. ڪم ۾ رنڊڪ وجهڻ.
لوڙائو: ص. حاجتمند- گهرجائو- طالبو.
لوڙائو: ذ. هڪ قسم جو سنڌي راڳ.
لوڙڻُ: م. پوڳڻ (نتيجو)- ڪيتو ڏيڻ. ڪَئي جي سزا پوڳڻ. عمل جو نتيجو آڏو اچڻ.
لوڙو: ذ. ويڙهه. اَتل پٿل.
لَوڙو: ذ. مرادنو مخصوص عضوو.
لوڙو پٽڻ: ڪجهه نه ڪرڻ- آڱوٺي کي چيڪي ڏيڻ.
لوڙهَ: ث. ڪَڙين واري لَٺ. ڪَڙيون يا ٻَٽ چڙهيل لٺ. چوپائي مال جي ڦُر- جهنگ ۾ چرندڙ مال کي زوري ڪاهڻ
لوڙهيون هئڻ: چوپائي مال جي ڦُر ڪرڻ.
لوڙهَ: ث. قبر- ٻَني.
لوڙهَ لَٽڻ: قبر پورڻ- دفن ڪرڻ.
لوڙهُ: ٻيڻ جي ول جي پاڙ وارو گول ٻج. "ڪوٽي" جي پاڙ واري گول ٻڪي.
لوڙهو: ذ. ڊنگهرن جي پناهه (گهر يا ٻني ءَ کي).

**لوڙهو اچي وڃڻ:** رستو بند ٿيڻ. رنڊڪ پئجي وڃڻ.

**لوڙهو ڏيڻ:** ڍنگهرن جي جهل ڪرڻ.

**لوڙها لتاڙڻ:** حرامڪاري ءَلاءِ ٻين جي گهرن ۾ ٽپڻ.

**لُوڙهو:** ص. ڏٻرو- ڪمزور- هيڻو.

**لوڙهي:** ث. چورن يا ڌاڙيلن جي ٽولي.

**لوڙهيو:** ذ. مٽرن جي ٻوڪ کي پٽي ڳڏ ڪرڻ واري حالت.

**لوڙهيو پوڻ:** مٽرن ۾ لاٻارو پوڻ. ٻيٽ ۾ گهمرا پوڻ.

**لوڙهيو جهلڻ:** جهيڙي کي منهن ڏيڻ.

**لُوسَ:** ث. لوساٽ- سيڪ. ڪامَ- ساڙو.

**لُوساٽَ:** ث. باهه جي جَر- سيڪ. گرم هوا. لُڪَ- لُوهَ.

**لُوسا ٽجڻ:** م. اُس يا ٽانڊ ۾ سڙي سُڪي وڃڻ.

**لُوساٽَڻُ:** م. ساڙڻ (اُس يا ٽانڊ ۾).

**لُوسَڻ:** (ث)، **لُوسَڻُ:** ذ. هڪ قسم جو گاهه (گهوڙا، مينهون، ٻڪريون وغيره کائين).

**لوسو:** ذ. بکيو- لنگهڻ- بکايل- نيرانو.

**لُوسِي:** ص. ٺوس ٺوس ڪندڙ. گهر گهر ۾ جهوتون هڻندڙ.

**لُوشَ:** ص. ڪپڙن ۾ اپالو- پنن اگهاڙو.

**لُوطُ:** اسم خاص (ع) هڪ پيغمبر جو نالو (حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڀائٽيو، جيڪو پوءِ ڪنعان ۾ وڃي آباد ٿيو).

**لُوط لباس:** ذ. پاليسي- چاپلوسي.

**لُوطِي:** ص. هم جنس پرست.

**لُوفَ:** ذ. لوفر- لونيو.

**لوفَرُ:** ص (انگ) رولُو- آواره. لونيو. لنگو.

**لوفرانو:** ص. لوفرن جو- لوفرن وارو (ڪم).

**لوفرپائِي:** ث. لُچائي. آواره گردي.

**لوڪُ:** ذ (سن) دنيا- عالم- جهان. عام ماڻهو- عوام. هندو ڌَند ڪٿائن موجب ٽي لوڪ (سورگ لوڪ = آسمان. مرتيه لوڪ = زمين. پاتال لوڪ = زمين کان هيٺ).

**لوڪ ادب:** ذ. روايتن تي ٻڌل قصا، ڪهاڻيون، داستان ۽ شعر و شاعري.

**لوڪ ڪَهاڻِي:** ذ. روايتي هلندڙ ڌَند ڪٿائي ڪهاڻي.

**لوڪ گِيت:** ذ. روايتي عوامي شاعري.

**لوڪ لبَاس:** ص. ٻاهريون ڏيک- رياڪاري.

**لوڪَ لَجا:** ث. ماڻهن جي خواري ءَ کان شرم. ماڻهن جي چوَپچو جي شرم کان. خواري- بدنامي.

**لوڪ لَکا نه پوڻ:** ڪا به خبر نه پوڻ.

**لوڪ مَت:** ث. عام رعيتي رايو يا صلاح.

**لوڪن منجهه لِڪڻ:** اندر جو راز ظاهر نه ڪرڻ.

**لوڪ مُنهن موڪ هڻڻ:** ماڻهن کي جيڪي وڻي سو چئي ڏيڻ.

**لوڪ ناچ:** ذ. روايتي عام رسمي ناچ.

**لوڪاچارِي:** ث. دنيا جا رسم رواج ۽ هلت چلت.

**لوڪائو:** ص. لوڪ جو- ماڻهن جو. قوم جو- قومي. وقف ٿيل.

**لوڪائي لڄ لاهڻ:** ماڻهن جي ڳالهين جي پرواهه نه ڪرڻ.

**لُوڪَڙُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- لومڙ.

**لوڪَڪُ:** ص (سن) لوڪ وارو- دنياوي- سنساري.

**لوڪَلُ:** ص (انگ) مقامي- مڪاني.

**لوڪلبوردُ:** ذ. ضلعي جي صحت صفائي وغيره لاءِ کاتو.

**لوڪل گورنمنٽ:** ذ. مقامي حڪومت- ضلعي ڪائونسل ۽ ميونسپل ڪاميٽين واري حڪومت.

**لوگهو:** ذ. سوراخ- ڳَڙک (پيٽ ۾). لنگهه.

**لُوگهو:** ذ. ڪَسر- گهٽ- اوڻو. مبهم- اڻ چِٽو.

**لُولڙاٽُ:** ذ. منٿ- آزي نيزاري- ليلڙاٽ.

**لرلو:** ذ. ماني. ننڍي ماني.

**لولو اگهامڻ:** ڪيل نيڪي قبول پوڻ.

**لولي جو لُوڻ به نه هجڻ:** صفا سُڃو هئڻ- بلڪل مفلس هئڻ.

**لُولُو:** ذ (ع) موتي.

**لُولهاٽُ، لُولهٽُ:** ث. خوشامد- چاپلوسي. منٿ- آزي.

**لُولهو:** ص. هٿن کان محتاج- هڪ هٿ کان معذور. (ث. لُولهي).

**لولِي:** ث. اهو گيت جيڪو زالون ٻار کي سُمهارڻ لاءِ آهستي آواز ۾ ڳُنڀسان- جهونگارين.

**لولي ڏيڻ:** ٻار کي سُمهارڻ لاءِ خاص بول چوڻ. سيکت ڏيڻ.

**لُومَڙُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- لُوڪَڙ. (ث. لومڙي).

**لونُ:** ذ (انگ) قرض- اڌارو پئسو.

**لَوَنُ:** ذ. سوني ڳاڙهو ڪپڙو- حلوان.

**لُوَنُ:** ذ (ع) رنگ. قِسم.

**لُون:** ث. چِتنگ- اُلو. خيال- ڌيان. جسم جا سنها وارَ.

**لُون لُون ٺرڻ:** گهڻو خوش ٿيڻ.

**لُون لُون ڪاندارجڻ:** جسم جا وار اُڀا ٿيڻ. جسم ۾ سيسڙاٽ اُڀرڻ.

**لُونيَ:** ث. چيني- جنڦڻ.

**لُونيَڻُ:** م. چنيڻ- جٺ ڦٺ ڪرڻ.

**لُونجھه:** ث. گھڻو شوق- خفت- وِنڊ. بو- باس. خبر. لالچ.

**لُونجھه لڳڻ:** عشق لڳڻ- تار لڳڻ- پيار ۾ ڦاسڻ.

**لُونجهو:** ذ. لالچي- حريص- طاماعُو.

**لَونڊ:** ذ. گهوڙي جي سنجڻ جو هڪ ٽنو يا رَسو. سنبت سنه جو اهو مهينو جيڪو هر ٽئين سال وڌايو ويجي- اڌڪ.

**لَونڊڙي:** ث. ڪَن ۽ اک جي وچ ۾ وارو عضوو- لَنوتو

**لَونڊَڪَ:** ث. ڳالهه جي وچ ۾ رنڊڪ. گهوڙي جي ڏکي هلڻيءَ جو هڪ نمونو.

**لَونڊَڪ هڻڻ:** گهوڙي جو ڏکيو ٿي هلڻ. ان وٽندڙ ڳالهه ڪرڻ- ڏيڪ ڏيڻ. اڏنگو ڳالهائڻ.

**لونڊو، لَونڊو:** ص. بدفعلي ڪرائيندڙ چوڪرو

**لَونڊيباز:** ص. اغلام بازي ڪندڙ- چوڪري باز.

**لَونڊيبازي:** ث. اغلام بازي.

**لَونڊي:** ث. بدپيشه عورت- رنڊي.

**لُونڊِپَ:** ث. ريڙهه- گيسڙاتي.

**لُونڊ لُونڊڻ:** آهستي آهستي ڪم ڪرڻ. آهستي آهستي هلڻ.

**لَونڪو:** ذ. هڪ ڌاتوءَ جو ٻئي تي لڳڻ جو آواز لَئُون- نار- نينهو. لڳاتار ڏيان.

**لَونڪو لائڻ:** جهڻڪار ڪرڻ. بَڪ ٻڪ- ٻکي هڻڻ

**لونگ، لَونگُ:** ذ. هڪ قسم جو خوشبودار وڻ ۽ ان جو ڪُونج. نڪ يا ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- ڪوڪو.

**لَونگ قوتا:** سُرهاوڪر- ويڳر.

**لَونگي مِرچَ:** ذ. ڳاڙهن مرچن جو هڪ قسم (ننڍا مرچ).

**لُونگي:** ث. هڪ قسم جو رويشمي پٽاپٽي ڪپڙو (عام طرح پٽڪي ٻڌڻ لاءِ).

**لُونگي پهرائڻُ:** تحفي طور لونگي ٻڌائڻ. ڪنهن ڪارنامي جي عيوض تحفو ڏيڻ.

**لونٽو، لَونٽو:** ذ. اک ۽ ڪن جي وچ وارو عضوو- لونڊڙي.

**لَونٽا هڻڻ:** هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ.

**لَونٽي:** ث. چوٽي- ڳُت- چڳ.

**لُونهُون:** ذ. شعلو- اُلو.

**لَوَڻُ:** م. لَنوڻ- ٻولڻ- لات ڪرڻ.

**لَوَڻُ:** ذ. گرم شين جي تاڪور. تڏ ۾ ورتل ماتهو جي جسم کي لوئڻ.

**لُوڻُ:** ذ. نمڪ- سالٽ. نُون.

**لُوڻ ٻُرڪڻُ:** ساڙڻ. حسد ڏيارڻ. طعنا ڏيڻ.

**لُوڻ ٿيڻ:** ڳري وڃڻ- ڳرڻ. ڪاروٽيڻ (ڏاڻقي ۾).

**لُوڻ پاڻي، لُوڻا پاڻي:** ذ. هلڪو ڳنڍڻ- جهڙو تهڙو کاڌو. سادو کاڌو.

**لُوڻ پاڻي ٿيڻ:** ڳري وڃڻ. ڳم ٿيڻ. مصيبت تري وڃڻ.

**لُوڻ پاڻي ٿي لڳڻ:** فائدي بدران نقصان ٿيڻ.

**لُوڻ پاڻي ڪرڻ:** تاري ڇڏڻ.

**لوڻ کاڻ:** ث. لوڻ نڪرڻ جي جاءِ- نُونار.

**لوڻ مرچ:** ذ. مصالحو- ويڳر- وکر.

**لُوڻ وڪڻڻ:** ڪوڙ ڳالهائڻ- ڏکوئڻ- ڏنجائڻ.

**لُوڻا ٿجَڻ:** اُداس ٿيڻ- منهن لٿل ٿيڻ.

**لُوڻجَڻ:** م. لوڻ وارو ٿيڻ- لوڻيانو ٿيڻ.

**لُوڻَڪَ:** ث. هڪ قسم جو گاهه- ڀاڄيءَ طور ڪم ايندڙ هڪ اوپر

**لُوڻُ:** ۾. لوڻ ڏيڻ (مڇي پلي کي). لوڻ ٻرڪڻ. لوڻ هڻڻ.

**لُوڻي:** ث. ڳتي- اُلڪو. جهور.

**لُوڻي چُڪڻ:** نراس ٿيڻ. ارادن ۾ ناڪام ٿيڻ.

**لُوڻياٺ:** ث. لوڻ واري زمين. لوڻ جو ٻاٽي.

**لُوڻيانو:** ص. لُوڻ وارو- لُوڻ لڳل. نمڪين- ڪَسارو.

**لُوڻيل:** ص. لوڻ ڏنل- لوڻ لڳل شيءِ.

**لوهُ:** ذ (سن) هڪ قسم جو مشهور ڌاتو- حديد- آهن. لوهه مان نهيل زنجير وغيره. (ص) ڦابو. سخت. مضبوط.

**لوهارُ:** ص. لوهه جو ڪم ڪندڙ- آهنگر- حداد.

**لوهه ٿيڻ:** ڏاڍو ٿيڻ. مضبوط ٿيڻ. ڦابو ٿيڻ.

**لوهه تي ويهڻ:** اطمينان سان وقت گذارڻ. بيپرواهه ٿي ويهڻ.

**لوهه جا چڻا چٻاڙڻ:** تمام سختيءَ ڪئي ڪم ڪرڻ. ڏکيو وقت گذارڻ.

**لوهه چِٽڻ:** صفا نابري وارڻ- انڪار ڪرڻ.

**لوهرُ:** ص. لوهارُ- لُهارُ

**لوهه ڪرڻ:** ڏاڍو ڪرڻ- ڦابو ڪرڻ.

**لوها لڳ هجڻ:** صحتمند هجڻ. طاقتور هجڻ.

**لوهه لڳڻ:** ڦابو ٿيڻ- سُڪ ٿيڻ. هٿڪڙيون لڳڻ.

**لوهه مَروڙُ:** ص. لوهه کي مروڙيندڙ. سورهيه- پهلوان.

**لوهه هڻڻ:** ڏاڍو هڻڻ- مضبو ط هڻڻ.

**لُوهَ:** ث. اونهاري جي ساڙيندڙ گرم هوا- لُڪَ. اوچتو حملو- رُومڙ اُلر.

**لُوهن ۾ اچڻ:** ڦيرين ۾ اچڻ. جهڙين ۾ اچڻ.
**لُوهاٽ:** ص. لَڪ- ساڙو. لوساٽ.
**لوها ڪوٽ:** ذ. سخت پابندي- حفاظت- پرهيز.
**لوهاڻو:** ذ. لوهار- آهنگر.
**لوهو:** ص. لوهوارو- لوهه مان ٺهيل- لوهي.
**لوهُو:** ذ. رت- خون- لَهو.
**لوهي:** ص. لوهه جو- لوهوارو. لوهه مان ٺهيل- آهني.
**لوهي ڪمان چڪڻ:** سخت ڏکيو ڪم ڪرڻ.
**لوهيڙو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (عموماً جبل ۽ ٿر ۾ ٿئي)- روهيڙو.
**لوءِ:** ث. وستي- واهڻ- ڳوٺ. رهائش جو هنڌ.
**لوءِ لَڄڻ:** حملي وقت ڳوٺ جا ٻار ٻچا ڦُرڻ.
**لُوءَ:** ث. لُڪ. جهولو.
**لوئر:** ذ (انگ) هيٺاهون- هيٺوارو.
**لوئر اسٽاف:** ڪنهن به ڪاتي جا ننڍا ملازم (پٽيوالو، چوڪيدار وغيره).
**لوئر سنڌ:** اسم خاص. سنڌ جو هيٺاهون طبعي علائقو- لاڙ پٽ.
**لُوئَرُ:** ص. مشهور جهنگلي جانور- سوئر. نالائق. بيشرم.
**لوئڙياري:** ص. لوئي ڍڪيندڙ- لوئيءَ واري.
**لوئڻُ:** م. ٻنهي هٿن سان ڳڏائڻ- ملائڻ. ڳوهڻ (اٽو وغيره). ڳلا ڪرڻ. مهڻا ڏيڻ. خواري ڪرڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.
**لوئڻُ ڪرڻ:** تپ يا بيماريءَ ۾ سڄي جسم تي ڪوڪر مهڻ.
**لوئي:** ث. اوني چادر. اوڇڻ- اوڍڻي. عزت جو اوڇڻ.
**لوئي لاهڻ:** ماڻهن کي بدنام ڪرڻ- عزت گهٽائڻ.
**لوئي لهڻ:** عزت لهڻ- لڄ لٽجڻ.
**لويو:** ذ. اٽي جو چاتو- پيڙو.
**لَهُ:** ذ. لاهه- لاهي- هيٺاهين- نشيب. لاڙو- رجحان. حيلو. ڏس.
**لَهه پَهه:** ذ. لاڙو پاڙ- لٽ پٽ- چڪتو.
**لَهُ پيچ:** ذ. هيٺ مٿاهين. ور وڪڙ. حيلو وسيلو. لاڙو- رغبت. لاڳاپو- قرب.
**لَهه چڙهه:** ث. هيٺ مٿاهين.
**لَهَ ڳهُ:** ذ. گهٽ وڌ- ٿورو گهڻو. ڏڪو- اندازو.
**لَهه وچڙ:** ث. پريت جو پيچ. دوستيءَ جو رستو. حجت وارو رستو. هيٺ مٿاهين. ڏيتي ليتي.
**لَهُ رکڻ:** دوستي رکڻ- دوستيءَ وارو ناتو رکڻ.

**لَهُ لڳڻ:** لاري لڳڻ- محبت ٿيڻ.
**لَهُ، ليهُ:** ذ. تَرُ. ليو. رليءَ جو هيٺيون پڙ. رليءَ ۾ اندر وڌل پيراءُ.
**لَهُ ئي نه ڪرڻ:** بدن ۾ ڏٻرو رهڻ.
**لَهُ:** ذ. لوهه.
**لها:** ذ. پراڻن ڪپڙن جا ٽڪرا- ليڙون.
**لُهارُ:** ذ. لوهار- آهنگر.
**لُهارڪو:** ص. لوهار جو. لوهار جو ڪم يا ڌنڌو.
**لُهاري:** ذ. هڪ خوفناڪ نانگ يا بلا جو قسم.
**لهذا:** ظ (ع) تنهنڪري- اُن لاءِ.
**لُهاڻا:** اسم خاص. سنڌ ۾ رهندڙ هڪ آڳاٽي قوم.
**لُهاڻو:** ص. ساڙيندڙ- جلائيندڙ- ٻاريندڙ.
**لَهَپ:** ث. اُچل. ادائگي. ڏيٺي. تاس راند ۾ پتو لهڻ.
**لهجو:** ذ (ع) ڳالهائڻ جو خاص ڍنگ. لفظن جي ادائگي. محاورو. ٻولي- زبان.
**لَهَرَ:** ث. ڇولي- سوج. جهٽڪو (هوا جو). خيال جو وهڪرو. بيخودي. اُمنگ- جذبو. زنجير (پيرن ۾). ريچڪ- ترنگ.
**لهر اچڻ:** ڦيرو اچڻ. سٽ اچڻ- ڏک لڳڻ.
**لَهريون لڳڻ:** خيال ٿيڻ. چنتا ڪرڻ.
**لهرائتو:** ص. من موجي- پورالو. وهمي- شڪي. خيالي.
**لهرائڻ:** م. انڪار ڪرڻ. ڪُڏڻ- ٽپڻ- موج ڪرڻ.
**لهر ٻهر:** ث. اچ وڃ. خوشحالي. گهڻائي (ماڻهن جي).
**لهردار:** ص. لهرين وارو. ٻنائتي (ڪپڙو، پيرت).
**لهرو:** ذ. ساز جو هڪ سارنگو واڄو. جذبي جو غلبو.
**لَهري:** ث. سياري ۾ ٿڌو واءُ لڳڻ واري حالت. (ص) مَن موجي- پورالو.
**لُهڙُ، لُهڙي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
**لُهس:** ث. باهه جي جَر- ڇيپي. لُونءِ. سيڪ.
**لهس اچڻ:** سيڪ اچڻ. تعلق جو کهڪاءُ اچڻ.
**لهسجڻُ:** م. جراٽجڻ. سيڪا اچڻ.
**لهسڻُ:** م. باهه جي سيڪ ۾ ڪارائجڻ. جراٽجڻ.
**لهندا:** ث. اُلهندي پنجاب ۽ بلوچستان جي اُتر اوير ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻولي- هندڪو.
**لهندو:** ذ. اُلهندو (طرف). لاهه- نشيب.
**لهندي:** ث. لاهي- جهڪاڻ. لاٽ.

**لَهنوَر:** ذ. خيال- عشق- محبت.

**لَهَڻُ:** م. مٿي کان هيٺ اچڻ. ڪِرڻ. نازل ٿيڻ. هيٺ ٿيڻ. گهٽجڻ- گهٽ ٿيڻ (اگهه). اپرو ٿيڻ (بدن) وسرڻ (ذهن تان). نڪرڻ (خيال). غروب ٿيڻ (سج. چنڊ. تارا). ڍِرڻ- اُلهڻ. لاٻارو پوڻ (فصل ۾). سُڪڻ (پاڻي)- لاٿ ٿيڻ. لهڻ- ملڻ- حاصل ٿيڻ. ٽِڪڻ- ترسڻ (مهمان خاني ۾). هيٺ چڙهڻ (پٽو). چڙهڻ (بيماري). چُڪتو ٿيڻ (ليکو).

**لهي اچڻ:** آماده ٿيڻ- راضي ٿيڻ.

**لهي وڃڻ:** ڏٻرو ٿيڻ- ڪمزور ٿيڻ. غير موزون ٿيڻ.

**لَهَڻُ:** م. قرض جي رقم جي طلب هجڻ- اوڌر هجڻ. قرض هئڻ- لهڻو هئڻ.

**لَهڻو:** ذ. اوڌر- قرض.

**لَهڻو ڏيڻو نه هجڻ:** ليکو صاف هجڻ.

**لهڻو ليکو:** ذ. ڏيتي ليتي- حساب ڪتاب (اوڌر جو).

**لَهڻيدارُ:** ص. جنهن جو قرض هجي. ڏيتي ليتيءَ جو وهنوار رکندڙ.

**لَهوُ:** ذ (ع) راند. راند روند. تماشو. اجايو ڪم.

**لَهو و لَعب:** ذ. راند- روند. کيل تماشو. تفريح وارو ڪم.

**لَهوُ:** ذ. رَتُ- خون. هڪ قسم جو جابلو وڻ- لوهيڙو.

**لِهوُ:** ذ. تعلق- ڳانڍاپو. ياري- دوستي. عشق. حيلو وسيلو. مُنهن لڳ- ڏيٺ. لحاظ- مروت.

**لَهوارو:** ذ. وهڪري جو لاهوارو پاسو. (ضد. اوڀارو).

**لَهواريُون اوڀاريُون:** ث. هيٺانهيون مٿاهيون. ڳالهيون- ڪچهري

**لهو سِهو:** ذ. سهولت- سهنجائي.

**لَهويَه:** ذ. اهو اکر جنهن جو آواز تارونءَ تي زبان رکڻ سان نڪري (مثلاً ج. ي وغيره).

**لُهي:** ث. ٽڏي واءُ.

**لَه، لَئي:** ظ. لاءِ- واسطي- ڪارڻ.

**لَه، لَئي:** ث (سن) مزو- لذت. فرحت. موج- مستي. شوق. ترنگ. راڳ ۾ سُر ۽ سازن جو جوڙ- سُرتار. سُر.

**لَئي ڪرڻ:** شوق ڪرڻ. مزو وٺڻ.

**لَئي لڳڻ:** تماشو ٿيڻ. مزو مچڻ.

**لَه:** ذ. پاسو- سطح- پاڳو. عشق.

**لَه لڳڻ:** عشق ٿيڻ.

**لَئمپُ:** ذ (انگ) شيشي جي چِمنيءَ واري بتي.

**لَئو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ.

**لَئون، لَوُن:** ث. ڌيان- خيال. عشق- محبت.

**لَئون لڳائڻ:** محبت ڪرڻ- عشق ڪرڻ. مَحو ٿيڻ.

**لُئو:** ذ. ٻاهه ٻارڻ لاءِ ڪکن جي مُٺ. اُلو- چڻنگ.

**لُئا لائڻ:** جهيڙو مچائڻ.

**لَئي:** ص (سن) دنيا جو خاتمو. عدم وجود. آخرت.

**لَئي مٿي ڪرڻ:** ناس ڪرڻ. گم ڪرڻ. نالو نشان مٽائڻ.

**لَئِي:** ث. زالن جو هڪ ٻئي کي سڏ ڪرڻ جو آواز- اَڙي- ٻَڙي- اَئِي.

**لَئِي:** ذ. وڻ جو قسم- تارو.

**لَئيءَ مان لَٽ پچڻ:** بنا تڪليف ڪامياب ٿيڻ. تميز نه ڪرڻ.

**لَئيءَ هيٺان لنگهڻ:** ٿوري خرچ مان ڪم ٽپائڻ.

**ليارَ:** ث. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦر.

**لَياري:** ث. ٻگهڙن واري ايراضي.

**لَياري:** اسم خاص. ڪراچيءَ جي هڪ علائقي جو نالو.

**لياقَتَ:** ث. (ع) قابليت- استعداد. لائقي. گڻ- خوبي. تميز. هوشياري.

**لياقت ڀريو:** ص. لحاظوارو- خليق. قابل.

**لياڪو:** ذ. جهاتي- ليئو. هڪ نظر ڏسڻ. مٿاڇرو ڏيک. پنهنجائي- عزازت- مائٽي. ننگ- سڱ.

**ليبارٽري:** ث (انگ) سائنسي تجربيگاهه.

**ليبَر:** ث. (انگ) محنت- مشقت. مزدور.

**ليبرڪورٽ:** ذ. مزدورن جي حقن جي حفاظت لاءِ مخصوص عدالت.

**ليبَل:** ذ (انگ). ڪنهن شيءِ تي لڳل ڪاغذ وغيره جو ٽڪر، جنهن تي ان شيءِ جو نالو. نوعيت ۽ ڪمپني وغيره جو پتو لکيل هجي.

**ليبل لڳڻ:** مشهور ٿيڻ (ڪنهن ڳالهه ۾). بدنام ٿيڻ. پڌرو ٿيڻ.

**ليبي:** ص. فريبي- دغاباز. ٺڳ.

**ليباڪو:** ذ. بدشڪل- بدصورت- اُروڪو.

**لَيت وَ لعل:** ذ (ع) بهاني بازي- نٽ نٽاءُ.

**ليتي:** ث. وٺڻ واري حالت. وٺڻ- ڳنهڻ. (ضد. ڏيتي).

**ليٽَڙَڻُ:** م. ٻِنهه تي ليٽڙيون پائڻ- زمين تي سُمهي اُٿلڻ پٿلڻ. مٿي يا ڪپ گاري ۾ پيرجڻ.

**ليٽَڙي:** ث. ٻازولي- پٽ تي اُٿل پٿل.

**ليٽڙيون پائڻ:** پٽ تي سُمهي گولائيءَ ۾ ڦرڻ ۽ اُٿلڻ پٿلڻ.

**ليٿو:** ذ. ڇپائيءَ جو هڪ قسم.

**ليٿو گرافي:** ث (انگ) ليٿو ڇپائي- ڌاتوءَ واري ڇپائي.

**ليٽَ:** ث. پاڻيءَ جي اُٿل- ٻوڏ- سيلاب. درياءُ جي هڪ پاسي وهڪ جو لاڙو. لاڙو- رغبت- جُهڪاءُ. لاهُ- لهندي- لاٿ. لهندي واري

زمين. ريٽ- واري.

**ليٽ هئڻ:** هڪ طرف لاڙو هئڻ. فائدي ۾ هئڻ.

**ليٽ پيٽ:** ث. اٿل پٿل. ويڙهه سيڙهه- مُنجهيل (سٽ).

**ليٽ ڪبُوتر:** ث. هڪ قسم جي ٻارائي راند.

**ليٽ:** ث (انگ) دير- اوير- مقرر وقت کان پوءِ.

**ليٽ ٿيڻ:** رهجي وڃڻ. قرضي ٿيڻ. مفلس ٿيڻ.

**ليٽ ڪرڻ:** دير ڪرڻ- چرڪ ڪرڻ. گيسر ڪرڻ.

**ليٽائڻ:** م. سُمهارڻ. ڪيرائڻ- ڍاهڻ. اٿلائڻ.

**ليٽائُون:** ص. لاهيءَ وارو- نشيبي.

**ليٽرُ:** ذ (انگ) خط- چِٺي.

**ليٽر باڪس:** ذ. خطن وجهڻ لاءِ ٽپال جو دٻو.

**ليٽرپيڊ:** ذ (انگ) خط رکڻ لاءِ سرنامي وارو ڇپيل پنو.

**ليٽَڻ:** ث. لهندي- لاهي- نشيب. زمين مان پترپيچڻ ءِ تر سونت ۾ آتڻ لاءِ ٿلهي ڪاٺي- سينور.

**ليٽَڻُ:** م. سڌو پوڻ- ڊگهو ٿيڻ- دراز ٿيڻ. سمهڻ. اونڌو پوڻ. ڪرڻ- ڍهڻ. ليٽي پوڻ. ليٽڙيون پائڻ. ڳسڙڻ.

**ليٽَڻُ ڪُرسي:** ث. آرام ڪرسي- ٽيڪ واري ڪرسي.

**ليٽو:** ذ. ليڪ- سٽ- ليڪو.

**ليٽهڙو:** ذ. مٽيءَ ۾ ليٽڙي پائڻ (گڏه، گهوڙي جو). ٿوري دير سمهڻ.

**ليٽي:** ث. اٽي مان ٺهيل مِٺو رٻ يا شيرو.

**ليپُ:** ذ. پلستر. پٽي- ضماد.

**ليپُ چيپُ:** ذ. ناپا ڪائي- پليتائي. ڪَسُ.

**ليپائي:** ث. ليپي ڏيارڻ جو ڪم. ليپي ڏيارڻ جي مزوري.

**ليپَڻُ:** م. راڳو ڏيڻ- ليپو ڏيڻ. ٿپڻ.

**ليپو:** ذ. راڳو- پلستر. لنبَ.

**ليپو ڏيڻ:** راڳو ڪرڻ. پيٽ کي ڳارو هڻڻ.

**ليپو پوچي:** ذ. مٽيءَ جو ليپو ۽ مٿانهس لَسي ربڙيءَ جو پوٿو- پلستر.

**ليجَر:** ث (انگ) روزنامچي واري بندي- روزنامچو.

**ليجر چاڙهڻ:** روزنامچي تي لکڻ.

**ليجُهه:** ص. نازڪ- لطيف- نفيس. سنهو- باريڪ.

**لِيڏاڻ:** ذ. ڳڏ (پوڪ ۾).

**ليڏُوتو:** ذ. گهوڙي، اٺ يا گڏه جي لڏ جو هڪ پولڙو.

**ليڏَر:** ذ (انگ) چمڙي جو هڪ قسم. چمڙي مان ٺهيل شيءِ

**ليڊَرُ:** ذ (انگ) اڳواڻ- پيشوا- رهنما.

**ليڊري:** ث. اڳواڻي- پيشوائي.

**ليڊري چمڪائڻ:** شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ ڏيکاءُ واري رهبري ڪرڻ.

**ليڊي:** ث (انگ) معزز عورت- بيگم- خاتون.

**ليرَ:** ث. ڪپڙي جي پٽي يا ٽڪري- ريڙَ- لِيڙ.

**لير لير ٿيڻ:** ڦاٽڻ- پُرزا پُرزا ٿيڻ.

**لَيرو** ذ. وڏن ڪنن وارو ديگو.

**ليرُون ليرُون:** ث. ريڙون ريڙون.

**ليڙَ:** ث. ڪپڙ جي پَٽي. اڳڙي- پراڻي ڪپڙي جي ٽڪري- ٽِڳڙي.

**ليڙ لَٽ:** ث. ڳِتيل ۽ مُنجهيل ليڙون يا اڳڙيون.

**ليڙ نہ لَيڻ:** سڄو هئڻ.

**ليڙون ٿيڻ:** ڦاٽي ذرا ذرا ٿيڻ.

**ليڙون لَڙڪائڻ:** بدن تي ڦاٽل لباس پائڻ. پراڻا ۽ ڦاٽل ڪپڙا ڍڪڻ. مسڪين ٿيڻ.

**ليڙپي، ليڙپيو:** ص. سڄو- ڪنگال. مسڪين. لونيو. گيدي- ڪائر.

**ليڙو:** ذ. اُٺ- ڪرهو. (ص) ڊِرو- ڦِلهڙو. ڪمزور- ٽِستو.

**ليڙو:** ذ. اَن جي ڳنديءَ جي سوراخ کي ڏنل ڪپڙي جو ٻنجو.

**ليڙو لهڻ:** سوراخ کلڻ. بند لهڻ. وات کلڻ. شرم حيا لهڻ. جهل ٿيڻ. چڙوا ڳ ٿيڻ. خواريءَ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**ليڙو لهي وڃڻ:** خوف نڪري وڃڻ. ڏاڍو فاحش ٿيڻ. ڳجهو عيب پڌرو ٿيڻ.

**ليڙُون لِيڙُون:** ث. ڦاٽل ڪپڙا- اڳڙيون ٽِڳڙيون.

**ليڙي:** ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**ليزي:** ص (ف: ليزم) شرم ۽ ار- لِجي- ڦِڪو. مياري. سست- نڪمو.

**ليس:** ص (ف) حاضر- تيار- هڪيو.

**ليسُ:** ذ. چيڙهه. ڙُڪام ۾ نڪ مان وهندڙ مادو. زڪام.

**ليسُدار:** ص. چيڙهالو.

**ليسُوڙو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ جو ڦل- گيدُوڙو

**ليسُوڙي:** ث. گيدُوڙي (وڻ).

**ليڪَ:** ث. ليڪو- خط- ريکا- ڌاري. قطار. سٽَ. ڊگهو نشان (پين، پينسل، مس، رنگ وغيره جو).

**ليڪ پائڻ:** سٽ ڪڍڻ. ليڪو ڏيڻ

**ليڪ ڏيڻ:** سٽ ڪڍڻ. ليڪ پائي رد ڪرڻ- ڪَٽڻ. واري ڇڏڻ.

**لَيڪائُون** ص. ليڪن وارو.

**ليڪچَرُ:** ذ. (انگ) تقرير. وعظ. سبق- درس.

**ليڪچرارُ:** ذ. اُستاد (ڪاليج جو)- پروفيسر.

**ليڪن:** حرف جملو. پر- مگر.

**لِيڪَڻُ:** م. ليڪو ڪڍڻ. ليڪا پائڻ. نشان ڪيڻ.

**لِيڪو:** ذ. لِيڪَ- خط- ريکا. نانگ جي هلڻ جو گيسانو. نشان- سَڌو.

**لِيڪو ڪُٽڻ:** وقت هٿان نڪري وڃڻ تي افسوس ڪرڻ. ليڪي تي هلڻ- پوئواري ڪرڻ.

**لِيڪو ڪڍڻ:** حدبندي ڪرڻ. قطع تعلقات ڪرڻ. دنگ ڪرڻ.

**لِيڪو لنگهڻ:** حد ٽپڻ. چڙواڳ ٿيڻ. انتها ڪرڻ.

**لِيڪو لنگهي بيهڻ:** بلڪل بيحيا ٿيڻ.

**لِيڪي کان ٻاهر نہ نڪرڻ:** پنهنجي اصول تي قائم رهڻ. لڪير جو فقير بڻجڻ.

**ليڪو ڊيٽَر:** ذ (انگ) ڏيوالو نڪتل ڪمپنيءَ جو حساب ڪتاب سنڀاليندڙ سرڪاري آفيسر.

**ليکُ:** ذ. تحرير- لِکت. مضمون. قسمت- ڀاڳ. نصيب جو ليکو.

**لِيکَ:** ث. جُونءِ جو هڪ قسم (ننڍيءَ اڇي جُونءِ).

**ليکارِي:** ث. لکندڙ. ڪاتب. منشي.

**ليکُر:** ذ. جنهن جو سچو مٿو لِکن سان ڀريل هجي.

**ليکَڪُ:** ص. ليک لکندڙ- مضمون نويس- اديب.

**لِيکن ڪاڌو:** ص. بلڪل غريب- سُڃو- ڪنگال.

**لَيکَڻ:** ث. لکڻ جو نب- قلم.

**ليکَڻُ:** م. ليکي ۾ آڻڻ- شمار ۾ آڻڻ- حساب ۾ آڻڻ. ڳڻپ ۾ آڻڻ. پرواهه ڪرڻ.

**ليکو:** ذ. حساب- شمار- ڳڻپ. ڏيتي ليتي- وهنوار. حساب ڪتاب.

**ليکو برابر ڪرڻ:** حساب وهنوار ڪرڻ- بيباق ڪرڻ.

**ليکو پَرڻ:** حساب پورو ڪرڻ- حساب چُڪتو ڪرڻ.

**ليکو پائڻ:** اوڌر جي بنديءَ ۾ حساب داخل ڪرڻ.

**ليکو چوکو:** ذ. حساب ڪتاب- ڏيتي ليتي- وهنوار.

**ليکو چِڊائڻ:** حساب ڪتاب صاف ڪرڻ. وهنوار ڪرڻ. حساب چُڪتو ڪرڻ.

**ليکو ڏيڻ:** جوابداريءَ هيٺ اچڻ.

**ليکو ڪرڻ:** حساب ڪرڻ. ڏيتي ليتي جو چٺ.

**ليکو لاهڻ:** حساب صاف ڪرڻ. معاملو ختم ڪرڻ.

**ليکي کي لِيک ڏيڻ:** ليکو چُڪتو ڪرڻ- حساب صاف ڪرڻ.

**ليکي:** ظ. حساب ۾- شمار ۾. خيال ۾. ڀيٽ ۾.

**ليکي ۾ نہ هجڻ:** ڪنهن شمار ۾ نہ هجڻ. ڪنهن بہ ڪم جو نہ هئڻ.

**ليگَ:** ث (انگ) ماڻهن يا قومن جي اتحاد جي جماعت- ڀائيچارو.

**لَيگل:** ذ (انگ) قانوني- آئيني. قانونيءَ طور درست هئڻ.

**لَيلَ:** ث (ع) رات- شب.

**لَيلة القدر:** ث. شب قدر (رمضان مهيني جي ستاويهين تاريخ- جنهن ۾ قرآن شريف نازل ٿيو).

**لَيل و نَهار:** ظ. رات ڏينهن- شب و روز.

**لَيلي:** ص (ع) رات جو- رات وارو. (ث) مجنون جي معشوقہ. معشوقہ- سهڻي عورت. رات- شب.

**ليلي مجنون هئڻ:** گهڻي پريت هئڻ- عاشق معشوق هئڻ.

**ليلا:** ث (سن) کيل- تماشو- ناٽڪ. عيش. قدرت جو تماشو. حُسن.

**لِيلان:** اسم خاص. عورت جو نالو. مشهور سنڌي قصي "ليلان- چنيسر" جو هڪ ڪردار.

**ليلائڻُ:** م. آزي نيزاري ڪرڻ- منٿ ڪرڻ. عاجزي ڪرڻ. ليلڙائڻ

**لَيلڙاٽَ:** ث. منٿون آزيون- عاجزيون. دانهون ڪُوڪون.

**ليلڙاتِي:** ث. منٿ- عاجزي

**ليلڙاٽيون ڪرڻ:** روئي عاجزيون ڪرڻ.

**لَيلڙائڻُ:** م. سخت خواهش ڪرڻ. سِڪڻ. منٿون آزيون ڪرڻ.

**لِيلَنگهُ:** ذ. پير جي تربت مٿان ميڙ جو وڌيل ڪپڙو- پَڙُ.

**ليلو:** ذ. ڇيلو- ٻڪريءَ جو ننڍو ڦَرُ. (ث. ليلي).

**ليلو ٿي لڳڻ:** ٻڪريءَ جي ڦر وانگر پٺيان لڳي پوڻ.

**ليلهَرُ:** ص. ڍِروڻ- سُست. ٽوٽي. موڳو. نِستو. بيڪار.

**لِيمِائي، لِيمائُون:** لِيمي جي رنگ جهڙو- ڦڪو سائو.

**ليمَن:** ث (انگ) ليمي جو مٺو پاڻي يا شربت.

**لِيمون:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦر (جنهن جي رس جو ذائقو کٽو ٿئي).

**لَين:** ث (انگ) ليڪ- خط. قطار- صف. ريل جو پٽو. فوج يا پوليس جي ڇانوڻي.

**لِينُ:** ص (سن) مَحو- غرق- مگن.

**لَينٽَر:** ذ (انگ) ڇت جي ٽيڪ لاءِ پٿر سيمينٽ جو آڏر.

**لِينجَهہ:** ث. ٽ جيءَ جي خر ب تند (جنهن ۾ ڳنڍيون هجن). (ص) سَنهي- باريڪ.

**لينڊ:** ذ (انگ) ڌرتي- زمين. مُلڪ- وطن- ڏيهہ.

**لينڊ ڪُروزَر:** ذ (انگ) اعلى قسم جي موٽر جيپ.

**لينڊ لارڊ:** ذ (انگ) زمين جو مالڪ- زميندار.

لِينبو: ذ.تورو-لنبُ.سُڪل گونه.

لِينبِي: ث.ٻار جوگونه.

لِينبو: ذ.رڀ جو قسم-تمام پاتيانو.پيچي.

لِينس: ذ(انگ) شيشي جي اک.

لِينگ، لِينگهه: ث.ريڙ-ليڙ.اگڙي.ٻراتو ڪپڙي نڪر.

لِينگڙياري: ص.چنل ڪپڙن واري-ليڙن وارا ڪپڙا پهريل.

لِينگهو: ذ.ليڪو.داغ-ڪارنهن.پاتيءَ جي ريگاڙي.رُوڻ.

لِينگها اُگهڻ: خراب ڪم ٻاڻ ڪري.ٻوءِ اگلي کي شرمندو ڪرڻ.

لِينگها چَٽڻ: بي مانو ٿيڻ.ٻڪ مرڻ.خيرات تي پلجڻ.

لِينگها ڪڍڻ: ليڪا وجهڻ.ليڪا وجهي خراب ڪرڻ.

لِينگهو لائڻ: ڪارنهن جو ٽڪو لائڻ-خوار خراب ڪرڻ.
بدنام ڪرڻ.

لِينن: اسم خاص.رُوس جو مشهور اشتراڪي اڳواڻ (ڪميونزم جو نظريو متعارف ڪرائيندڙ).

لِيو، ليهِ: ث.ديگڙي وغيره جي ترڪي چاڙهيل مٽيءَ جو ليپو.

لِيور: ذ (انگ) ڦاسيءَ جي تختي جو هٿيو.مشين ۾ لڳل ڏاتوءَ جي سيخ.جيڪا وزن مٿي ڪئي.

لِيوَل: ث (انگ) سڌائي-سنوت.سڌائي معلوم ڪرڻ لاءِ رازن جي ڪم جو هڪ اوزار.

لِيهَ: ث.لڄ-شرم-حياءُ.محابو-لحاظ.ڪهڪاءُ-قياس.

لِيهائتو: ص.مرجات وارو-حياءُدار.

لِيهو: ص.ليڪو-ليڪ.

لِيهو پائڻ: ڪنهن اسم کي ليڪ پائي ڍاهڻ.ڪنهن ڳالهه ۾ سوڀ حاصل ڪرڻ.

لِيهو وجهڻ: نامعمول ڳالهه جي خبر پوڻ.

لِيئو:ذ.طرفداري-پاسخاطري-رياءُ.

لِيئو، لِيو: جهاتي-ليا ڪو.توري ڏيڪائي.

لِيا پائڻ: جهاتيون پائڻ.واجهائڻ.

لِيئي: ث.گهاٽو رڌل اٽو (جنهن جو چيڙهه پڻ چنبڙائڻ ۾ ڪم اچي)

لِيئي پيئي: ذ.بيماري سيماري-ڏٻرو حال.



م: ذ.(اُچار "ميم". سنڌي "الف-بي" جو چاليتاليهون اکر.عربيءَ جو چوويهون ۽ فارسيءَ جو اٺاويهون اکر.ابجد موجب عدد (40).ضمير متصل طور لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم اچي (جيئن سندم،ڪيم وغيره).

مَ: ظ.نہ-مَتان.

مَا: ظ(ع) ظرفي اڳياڙيءَ طور ايندڙ لفظ (جيئن مابعد،مافيها وغيره).

مَا: ذ (بلو چڪي) اسان-اسين.

مَاب: ذ (ع) ضميري اڳياڙيءَ طور ايندڙ (جيئن مابدولت=اسين). موتي اچڻ جي جاءِ.(ف) مترر جاءِ.مرڪب لفظن ۾ تصديق لاءِ ڪم ايندڙ پڇاڙي (عزت ماب،رسالت ماب وغيره).

مابَعد: ظ(ع) پويان ايندڙ.پٺيان ايندڙ.

مابَقا: ص(ع) باقي-بچيل.

مابَين: ظ(ع) وچيون-درمياني.

مات: ث(ع) شطرنج يا بيت بازي ۾ هار-شڪست.

مات ڏيڻ: شڪست ڏيڻ.ڪنهن ڪم ۾ گوءِ کڻڻ.

مات ٿيڻ: هارائي وڃڻ-هارائڻ-مارجڻ (راند ۾).

ماتا: ث (سن: ماتر) ماءُ-والده.وڏي وچڙندڙ بيماري (جنهن ۾ سڄي جسم تي داڻا ٿين)-سمال پاڪس (انگ).

ماتا پِتا: ذ.ماءُ پيءُ.

ماتاب: ذ.آتشبازيءَ جو هڪ قسم-دارونءَ جي وٽ.

ماتامُ: ذ(ع:ماتم) ماتم.روڄ راڙو.پٽڪو.

ماتام مچڻ: روڄ راڙو ٿيڻ.واويلا ٿيڻ.

ماتَحت: ص(ع) هٿ هيٺ-معاون-ملازم.زيرحڪم-زيردست.

ماتَر: ظ.رڳو.فقط.ٿورو ذرو (نالي ماتر،ترماتر).

ماترا: ث(سن) ماپ-قد.ذرو.

ماترائون: زيرون زبرون (زبر،زير،پيش).

ماترائڻ: م.پرچائڻ-ڏاڍرائڻ.پنيلائڻ-برغلائڻ.

ماتَقدم: ص.اوائلي-شروعاتي-اڳيون.

ماتلي: اسم خاص.بدين ضلعي جو مشهور شهر.

ماتلي: ث.ٻڌي.مامِي.

ماتَمُ: ذ (ع) مرڻ جو غم-گريو-روڄ-زاري.سوءِ-سيابو.

افسوس- ڏک. سِينہ زني.

**ماتم پُرسي:** ث. مرتي جي عذر خواهي- پرچاتي- غمخواري.

**ماتم دارُ:** ص. ماتم ڪندڙ- ماتمي.

**ماتم زده:** ص. سوڳوار- غمگين. ماتمي.

**ماتم سَرا، ماتم خانو:** ث. ماتم جي جاءِ.

**ماتم ڪرڻ:** افسوس ڪرڻ. واويلا ڪرڻ. سيني زني ڪرڻ- ڇاتي ڪُٽڻ.

**ماتم مَچڻ:** سوڳ وارو. سانحو ٿيڻ.

**ماتمي:** ص. ماتم ڪندڙ. عاشورن ۾ ماتم ڪندڙ.

**ماتمي لباس:** ذ. افسوس ۾ پاتل ڪارو لباس.

**ماتمي جُلوس:** ذ. عاشوري جي ڏينهن ۾ امام حسين ع جي ياد ۾ نڪرندڙ جلوس.

**ماتامو:** ذ. گنجو مٿو. سِر. ڪنهن بہ جانور جي مٿي واري کَل.

**ماتَر:** ث جبل جي دامن وارو ميدان. ماتري- وادي

**ماتُر:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ماتري:** ث. ٻن جبلن جي وچ واري سنئين سڌي جُوءِ- سبز وادي.

**ماتُورڙو:** ص. ڍرو- سُست- ڍِلو- مَٺو.

**ماتيلو:** اسم خاص. ضلعي گهوٽڪيءَ جو قديم شهر.

**ماٽ، ماٽِر:** ث. جند رکڻ لاءِ ٺڪر جي وڏي ٻاٽ. وڏو ٺَسُ- ماٽُورو. ماٽَ- گهم.

**ماٽَ ساٽَ:** ث. ماٽ- گهم- وِلهِ

**ماٽڪو:** ص. مٽيءَ وارو- مٽيءَ جو.

**ماٽلي:** ث. ويڪري مُنهن وارو مٽڪو- ماٽُورو.

**ماٽو:** ذ. مَٽُ- ٺڪر جو وڏو مَٽ.

**ماٽُورو:** ذ. ننڍو مَٽ- مَٽڪو. وڏو ڪنڌو.

**ماٽي:** ث. مٽ جو هڪ قسم. ڏڌ ولوڙڻ جي چاڏي. ٺڪر يا ٽامي جو وڏو مَٽ (جيڪو مهاڻا پيٽ هيٺان ڏئي ترڻ ۽ پلا مارين)

**ماٽيارو:** ص. مٽيءَ تي مڇي ماريندڙ.

**ماٽي شاني:** ص. ٿ. ني. همسر- جوڙ جيس.

**ماٽيتو، ماٽيجو:** ص. ٻي ماءُ مان ڄاول- ماٽيجو- ماٽيلو. (ث. ماٽيتي. ماٽيجي).

**ماٽيلو:** ص. ماٽيتو- ماٽيجو (ث. ماٽيلي).

**ماٽيلي ماءُ:** ث. ويڳي ماءُ- ماٽيجي ماءُ.

**ماٽيڙو:** ذ. ماٽيارو- ماٽيرَ.

**ماٺ:** ث. چُپ- خاموشي- سانت. سَناٽو- چُپ چُپات. صبر. عجب- حيرت. سڌائي. لسانُ (ڪانيءَ جي).

**ماٺ ڏيڻ:** ڪانُ ڪي رندي سان چِلي لَسو ڪرڻ. اوزار ڪي روميءَ تي لائي تکو ڪرڻ.

**ماٺ ڪرڻ:** چپ ڪرڻ. صبر ڪرڻ.

**ماٺ لڳڻ:** حيرت لڳڻ- عجب ٿيڻ. وائڙو ٿيڻ.

**ماٺ ۾ پوڻ:** اچرج ۾ پوڻ- حيرت لڳڻ.

**ماٺار:** ث. سانت. خاموشي- ماٺ. پاڻيءَ جي هڪ ساريکي وهڪري جي ماٺائي. هوا جي گهٽتائي.

**ماٺارڻ:** م. سَنڌرڻ- هموار ڪرڻ (زمين).

**ماٺر:** ث. ماٺ- ماٺار. بي همتي- سُستي.

**ماٺ ميٺ:** ث. چپ چپات- سانت- ٺاپر.

**ماٺڻ:** م. اوزار کي تکو ۽ لَسو ڪرڻ.

**ماٺو:** ص. گهٽ- جهڪو. هلڪي وهڪري وارو (پاڻي). سُست. مَٺو- ڪوٺو (ث. ماٺي).

**ماٺو لڳڻ:** ڏکيو لڳڻ- خراب لڳڻ.

**ماٺوڙو:** ذ. خاموشي- سانت- ماٺ (ص) ماٺ وارو- ماٺو

**ماٺي:** ث. پاڪي تکي ڪرڻ لاءِ چاميلو.

**ماٺيائي:** ث. صبر- چُپ- خاموشي. نهٺائي. ڌيرج- آهستگي.

**ماٺيئو:** ص. صبر وارو. ثور ڳالهائو. خاموش طبع. آهستي (واءُ. وهڪرو). (ث. ماٺيتي).

**مَاثر:** ذ (ع) اثر. چڱا ڪم- خوبيون. نشانيون- يادگار.

**ماثور:** ص (ع) اثر وارو. نقل ڪيل.

**ماپَ:** ذ. پيمائش- ڪَچ. وَمڻ (ڪپڙي جي). جاچ- اندازو- تخمينو.

**ماپ ڪرڻ:** ڪَڇڻ- ماپڻ. پيمائش ڪرڻ.

**ماپ تور:** ذ. ڪَٿ ڪَچ. تورتڪ- تخمينو.

**ماپُ:** ذ. ماپڻ جو اوزار (مفاصلي، پاڻيٺ يا وکر جو).

**ماپَڻ:** م. ڪَڇڻ- پيمائش ڪرڻ. مَٺڻ. بيٺڻ. جاچڻ. اندازو ڪرڻ. پرکڻ. تکڻ تورڻ. سمائڻ- ماپي وڃڻ.

**ماپو:** ذ. ماپڻ جو اوزار.

**ماجِدُ:** ص (ع) بزرگ. رتبي و رو. قابل احترام.

**ماجرا:** ث (ع) حالت- ڪيفيت. احوال- سرگذشت. واقعو. واردات.

**ماجُوج:** ذ (سُرياني) هڪ قوم جو نالو. منگوليا جو رهاڪو- منگول.

**ماجارو:** ذ. مڻارو- ڇٽ.

**ماجَرَ:** ث. "مَجر" ٻوٽي ۽ وڻن جي ساوڪ ۽ ٻور. سرسبز گاهه واري ايراضي. اسم خاص ضلعي ٺٽي جي تعلقي سجاول ۾ ديہ واري جُوءِ.

**ماڃڻُ:** م. مهٽي ملي صاف ڪرڻ (ڏاتو ۽ ڪي) ماڃهڻ- ماڃڻ (ٿانو).

**ماڃونو:** ص. ميٽ جو رنگ ڏنل. ڳاڙهو رنگ.

**ماڃوني:** ص. ڳاڙهي رنگ واري- ڳاڙهي. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**ماچي:** ث. ڪنواريتا (ضد. ڄاڄي).

**ماچ:** ث. بدن تي ماس جي گهٽائي- ٿولهه.

**ماچڻُ:** م. ماپجي وڃڻ. مائجڻ- پورو اچڻ.

**ماچوڪڙ:** ص. جهٽ پٽ ٿلهو ٿيندڙ.

**ماچيسُ:** ذ (انگ) بارود جي تيلين وارو باڪس.

**ماچانگُ:** ذ. گوڙ گهمسان- ٻاٽيتال- ڌمچر.

**ماڇڪو:** اسم خاص. سنڌ ۽ پنجاب جي دنگ تي گهوٽڪي ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**ماڇي:** ص. مڇي وڪڻندڙ- ساٿي. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**ماڇياڻي:** ث. ماڇي ۽ ذات جي عورت.

**ماحضر:** ذ (ع) حاضر شيءِ. موجود ڪاڌو.

**ماحصل:** ص (ع) حاصل ٿيل. (ذ) نتيجو- اختصار. ڦل. نفعو. پيداوار.

**ماحولُ:** ذ (ع) آسپاس- چوڌاري. وايومنڊل. جيڪي وهي واپري پيو.

**ماحوليات:** ذ. ماحول کي ڪنٽرول ڪندڙ ڪاتو. وايومنڊل- ماحول

**ماخذ:** ذ (ع) سرچشمو. اصل- بنياد

**ماخوذُ:** ص (ع) ورتل. ڪڍيل. پڪڙيل- جهليل.

**ماخوليا:** ث. اُداسي- اُپاٽڪائي. چريائي- ماليخوليا

**ماد:** ث (ف) مادي

**مادُ:** ذ (سن) نشو- خمار- گهر. خوشي- سرهائي.

**مادام:** ث. بيگم- ميڊم- منڊم.

**مادام.** ذ (ف) هميشه- سدائين- مدام.

**مادَر:** ث (ف) ماءُ- والده- اَمڙ.

**مادَرچوت:** ذ. ماءُ تي گار جو لفظ.

**مادَر زاد:** ص. پيدائشي- ڄائي ڄم ڪان.

**مادَر وطن:** ذ. جنم ڀومي- ماءُ مثل پيارو وطن.

**مادري زبان:** ث. ماءُ جي ٻولي- پنهنجي ٻولي.

**مادَرپِٽو:** ذ (سن) باقتي جهڙو هڪ قسم جو ڪپڙو.

**مادو:** ذ (ع: مادَه) اصل شيءِ- ڏاتُو. مخرج. مصدر. استعداد- لياقت- صلاحيت.

**مادَهَ:** ث (ف) مادي (جانورن لاءِ ڪم اچي).

**مادِي:** ص (ع) اصلي- بنيادي. طبعي.

**مادِي:** ث. (ف: مادَه) جنس مؤنث. عورت. "نر" جي مخالف جنس.

**ماديءَ ڪُڪڙ جو ٻانگ ڏيڻ:** ٻي پهچ ۽ اپري ماڻهوءَ جو ڪنهن وڏي ڪم ڪرڻ لاءِ هام هڻڻ.

**مادي نَر نه سڃاڻڻ:** دنيا جو ڪو به تجربو نه هئڻ.

**مادي مُنهون:** ص. زنانو. ڊڄڻو- ڳيدي.

**ماديَت:** ث (ع) مادي شين. جسمانيت.

**ماديت پَسند:** ص. دنيا ۽ دنياوي شين کي سڀ ڪجهه سمجهندڙ (جيڪو روحانيت جو قائل نه هجي).

**ماديڙو:** ص. مادي مُنهون.

**ماڏانو، مانڏانو:** ذ. سانوڻي ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو گاهه

**ماڏ:** ث. ٻاجهري ۽ ڪي ڳاهڻ کان پوءِ گڏ ٿيل اَن ۽ ٻوهي.

**ماڏوڙي:** ص. مانين تو ڙ- هيچي- پيتوڙي.

**ماڊرن:** ص (انگ) جديد. جديد روشني ۽ جو.

**ماڊل:** ذ (انگ) نمونو. نقشو.

**ماڊل اسڪول:** ذ. جديد تعليم ۽ تربيت وارو اسڪول

**مارَ:** ث. سَٽ ڪُٽ. ڦيهه. مصيبت. پِٽ پاراتو. سيڪت- سزا.

**مارَ پوڻ:** سزا ملڻ. عذاب نازل ٿيڻ. مصيبت پوڻ. پِٽ پوڻ.

**مارَ ڏيڻ:** سيڪت ڏيڻ. سٽڻ ڪٽڻ. ڦيهه ڪڍڻ.

**مار:** حرف ندا. عجب ڪائڻ جي حالت ۾ وات مان نڪتل لفظ- اوها!- وچ!- الي!

**مارُ:** ذ (ف) نانگ- سَپُ. (ص) ماريندڙ (مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ).

**مارِ آستين:** ص (ف) دوست بڻجي دشمني ڪندڙ. دغاباز- ويساهگهاتڪ

**مار گزيده:** ص (ف) نانگ جو ڪکيل.

**مار گيسُو:** ذ. معشوق جا ڏنگبندڙ زلف.

**مارا مارِي:** ث. مار ڪُٽَ. موچڙا ڪُٽَ. ويڙهه (جنهن ۾ خونريزي ٿئي).

**مارَ ڪُٽَ:** ث. ڌڪ ڦٽ- ڦيهه. موچڙا ڪاري. سزا- سيڪت.

**مارِ ماران. مارو مار:** ث. سَٽ ڪُٽ- ٻاڪر ڪُٽو

**مار موچڙو:** ذ. ڌڪ چنبا- ڦيهه- جسماني سزا.

**مارائڻ:** م. قتل ڪرائڻ. مصيبت ۾ وجهڻ- ٻوهي ۾ ڏيڻ.

**ماربَل:** ذ (انگ) سنگ مرمر جو پٿر.

**مارتولُ:** ذ. مترڪو- وڏو مترڪو.

**مارجَڻُ:** م. قتل ٿيڻ. مصيبت ۾ اچڻ.

**مارچُ:** ذ (انگ) عيسوي سن جو ٽيون مهينو.

**مارچ پاسٽ:** ذ(انگ)فوجي سلامي.
**مارشَل:** ذ(انگ)سپهه سالار.فوجي.
**مارشل لا:** ث.فوجي قانون.
**مارفيا:** ث(انگ)آفيم جو سَتُ.
**مارڪَ:** ث(انگ)نشان.امتحان ۾ ڪنيل نمبر.
**مارڪس:** اسم خاص.مشهور ڪميونسٽ رهنما- ڪارل مارڪس.
**مارڪسزم:** ث. ڪارل مارڪس جو اقتصادي، سياسي ۽ سماجي نظريو.
**مارڪو:** ذ (انگ) ڪمپنيءَ وغيره جي سجاتپ جو خاص نشان- ٽريڊمارڪ.
**مارِڪو:** ذ (ع: معرڪو) مجلس. خوشيءَ جي موقعي تي زناني مجلس( جنهن ۾ ڳائڻ وڄائڻ ٿئي ).رهاڻ- ڪچهري.
**مارڪيٽ:** ث(انگ)واپار جي جاءِ- بازار- منڊي.
**مارَڳُ:** ذ(سن)رستو- واٽ-ڳس.
**مارڳي:** ص.واٽهڙو- پانڌيئڙو.الهلوڪ.
**مارَنگُ:** ذ.ڇلهنا هڻ لاءِ تن پٿرن مان هڪ پٿر.
**مارَڻُ:** م. ڪُٽڻ- سٽڻ.هڻڻ (ذڪ). سزا ڏيڻ. قتل ڪرڻ. مغلوب ڪرڻ.( ڪشتہ )ناهڻ.
**ماري پڃائڻ:** حماي ڪندڙ کي شڪست ڏيڻ.
**ماري ڇڏڻ:** قتل ڪرڻ- ساهه ڪڍي ڇڏڻ.
**ماري وجهڻ:** خون ڪرڻ- قتل ڪرڻ.برباد ڪرڻ.
**مارو:** ذ. قتل عام- خونريزي- رتوڇاڻ- ڪوسُ.لڙائي جنگ (جنهن ۾ قتل عام ٿئي). مارڪُٽَ- حملو- جلهه- ڪاهه. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار (راڄي کي هڪ ساريکو ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي پٽي)
**مارُو:** ذ.هڪ راڳڻيءَ جو نالو (سريراڳ جي تين راڳڻي).
**مارُو:** ص.جهانگي.غريبي گذران وارو.مارئيءَ جي ملڪ جو- ڏوٿي
**مارواڙُ:** ذ.راجپوتانا ۾ مروج هڪ قسم جا ڳيچ.(اسم خاص) جوڌپور جو هڪ علائقو.
**مارواڙِي:** ص.مارواڙ جو رهاڪو- ماڙيچو.
**مارُوت:** اسم خاص(ع)هڪ ملائڪ/نيڪ ماڻهو جو نالو.
**ماروٽُ:** ص.مامي جو پٽ(ث.ماروٽِ).
**مارُئي، مارُوئي:** اسم خاص.سنڌ جي مشهور قصي 'عمر مارئي' جو مکيه ڪردار.
**مارِي:** ص.مارينڊڙ.شڪاري- صياد.هڪ قبيلي جو نالو

**مارَيَلُ:** ص.مُئل.تباهه- برباد.ستايل.هيسايل.مغلوب ڪيل.
**ماريَل مُئل:** مارڪاڏل.هيسيل.سزاڪاڏل.
**مارِيو:** ص.مارڪاڏل.هيسيل.عورتن جي اصطلاح ۾ مَجُو.
**ماڙَ، ماڙِ:** ث.مدد- واهر.وَڙُ- احسان.مِهرَ- ٻلائي.گهر جي مٿان اڏيل جاءِ- ماڙي.
**ماڙ تي مينهن وَسڻ:** ڪرم نوازي ٿيڻ.دلي تمنا پوري ٿيڻ.
**ماڙِ ڪرڻ:** مدد ڪرڻ.احسان ڪرڻ- مِهرَ ڪرڻ.ٻاجه ڪرڻ.
**ماڙو:** ص. ڪَسو.هلڪي جنس جو (ميوو،ڦرُ) ٿڪل (وهٽ).
**ماڙو مَدو:** ص.برو- بڇڙو- خبيث.
**ماڙُهو:** ذ.ماڻهو.
**ماڙِي:** ث.گهر جي مٿان اڏيل جاءِ- ماڙ.
**ماڙيچو:** ص.مارواڙ جو رهاڪو.(ث.ماڙيچاڻي).
**مازادُ:** ذ.ننڍواڻ-گوُنرو- ڪنواڻ.
**ماسُ:** ذ(سن.مانس)گوشت- ماهه- لحم.ميوي جو اندريون گودو- ڳر- رَس.(سن:ماس)مهينو- ماهه.
**ماساتُ:** ذ.ماسيءَ جو پٽ.(ث.ماساتِ).
**ماسارو:** ذ.ماس وارو- گوشت وارو- متارو.
**ماسَبَقُ:** ص(ع)اڳ ٿي ويل- گذريل- اڳيون.
**ماستَرُ:** ذ(انگ)اُستاد- معلم.
**ماستَر پِيس:** ث(انگ)اعليٰ ڪاريگريءَ جو نمونو- شاهڪار.
**ماسَڙُ:** ذ.ماسيءَ جو مڙس.
**ماسِڪُ:** ص.ماهيانو- ماهوار.
**ماسِڪ:** ذ(انگ)نقاب- چمڙي جو بوتاڙو.
**ماسِڪہ:** ذ(ع)هاضمي واري قوت(معدي ۾).
**ماسَلَفَ:** ص.(ع)گذريل- گذشته.
**ماسو:** ذ(ف:ماشہ) سونءَ طبيبن جي ڦڪي يا ڪُشتي جي تور جو هڪ وزن.اٺن رتين جو وزن- تولي جي ٻارهن حصو.
**ماسو تولو ٿيڻ:** پڌ تر ۾ پوڻ.
**ماسوا:** ظ(ع) ان کان سواءِ- علاوه. تصوف جي اصطلاح ۾ خدا تعاليٰ کان سواءِ هر چيز.
**ماسوالله:** ذ.خدا تعاليٰ کان سواءِ هر شيءِ
**ماسِي:** ث.ماءُ جي ڀيڻ.
**ماشُ:** ذ.دال جو هڪ قسم- ماڻهن- اُڙد.
**ماشاءَ الله:** جملو (ع) جيڪي خدا گهري- خدا جي مرضي. جيڪي خدا گهريو.

**ماشو:** ذ. جامڪيدار بندوق جي لبلبي ( جنهن ۾ جامڪي يا پَليتو پچائجي ).ماسو.

**ماشو پيڙڻ:** بندوق جو گهوڙو چاڙهڻ.

**ماشا پيڙَڻ:** سوڙهو گُهٽڻ. چپڻ. دبڻ. ڏاڍي مار ڪڍڻ.

**ماشا ڦِرڻ:** وايون بتال ٿيڻ- حوصلا خطا ٿيڻ.

**ماضِي:** ذ (ع ) گذريل وقت- اڳيون وقت. (گرامر موجب ) گذريل وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ زمانُ.

**ماضِي بَعِيد:** ذ. گهڻو اڳ گذريل زمانو. سنڌي گرامر ۾ هڪ زمان جونالو.

**ماضِي قريبُ:** ذ. ويجهڙائيءَ ۾ گذريل وقت. سنڌي گرامر ۾ هڪ زمان جونالو.

**مافو:** ذ.ڏولي-محافو.

**مافوقُ:** ص(ع ) مٿيون. اعليٰ- اُوچو- بلند.

**مافَوق الفطْرت:** ذ. فطرت کان مٿاهون- معجزي جهڙو.

**مافي الضَمِيرُ:** ذ (ع ) جيڪي دل ۾ هجي- دل جي ڳالهه. مدعا. مقصد- مطلب.

**مافيها:** ذ(ع ) جيڪي منجهس آهي- جيڪي ان ۾ آهي.

**ماقَبلَ:** ظ(ع ) اڳيون- هن کان اڳيون.

**ماڪَ:** ث. پوئين رات يا صبح جي پهر ۾ هوا ۾ مليل پاڻي ( جيڪو ٿڌ ڪار ۾ وسي )- ڳِهمَ- شَبنم- ماٽَ.

**ماڪَ تي مورجڻ:** ٿاهرين ٿوري مدد سان ڏيک ويک ڪرڻ.

**ماڪ مان اُڃ لهڻ:** ٿوري مان ڪم ٿي وڃڻ- ٿوري تي راضي رهڻ.

**ماڪا:** ذ. ارادو- نيت- منشا- مقصد.

**ماڪائڻ:** م. زبردستي ڪرڻ- اَرهزورائي ڪرڻ. جاٽي بجهي ڪرڻ.

**ماڪائِي:** ظ. ماڪ ۾- صبح جي وقت.

**ماڪِجَڻُ:** م. ڳِهمجڻ- ماڪ مان پُسڻ.

**ماڪِر:** ص. دلپسند- وڻندڙ. قبول- سجايو.

**ماڪرياڙِي:** ث. مڇي ڦاسائڻ جي ڪُنڍي.

**ماڪَڙ:** ث. مڪڙن جو ڪَڪَرُ- لکين ڪروڙين مڪڙن جو ميڙُ- تمام گهڻا مڪڙ.

**ماڪُڙِي:** ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**ماڪُو:** ص. ياڙڪائيندڙ- دَلو- مَڄو.

**ماڪوڙو:** ذ. هڪ مشهور جيت.

**ماڪوڙِي:** ث. هڪ مشهور جيت- ڪيولي- ڪيڙي. ڏندن جي هڪ بيماري- ڏندن جي ڪاڏ.

**ماڪِيَل:** ص. ماڪ ۾ پُسيل- ڳِهميل.

**ماڪو:** ص. نڪمو- بيڪار.

**ماڪِي:** ث. ماکيءَ جي مکين جو گُلن تان گڏ ڪيل رَسُ- ماکي- شَهد- انگبين.

**ماکيءَ واري آرَ:** ث. لوڀ- لالچ- حرص- هَوس.

**ماکيجا:** اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**ماڳُ:** ذ. هنڌ- جاءِ. رهڻ جو هنڌ. آستان. منزل.

**ماڳِ مَڪان:** ٺمر ٺاڪ- ٺڪاڻا- وٿاڻ.

**ماڳِ دِهڻ:** ٻي گهر ٿيڻ- ڏُتڙ جي وڃڻ.

**ماڳُ موٽڻ:** واپس پنهنجي ٺڪاڻي تي اچڻ ( گُهمي ڦِري ).

**ماڳائتو:** ص. جاءِ وارو. ٺانيڪو. برقرار- قائم.

**ماڳهِين:** ظ. انهيءَ ماڳ تي. مورڳو- مورهين. بجاءِ. بِنه.

**ماگُهه:** ذ. مانگهه.

**ماگُر:** اسم خاص. مُهاڻن هڪ ذات- مانگر.

**مالُ:** ذ (ع ) سامان- اسباب. جائداد. چؤپايو ڌڻ. خزانو. دولت- ناڻو- ڌَنُ. پونجي- مُوڙِي. واپار جو سامان. قيمتي شيءِ. جنس.

**مال تَڪڻ:** پرائي مال ۾ اک وجهڻ.

**مال تي مٺائي هجڻ:** محنت جيترو اُجورو هئڻ. شيءِ موجب قيمت هئڻ.

**مال پِهرائڻ:** صبح جو (يا ڪنهن مقرر وقت تي ) چؤپائي مال کي جهنگ ۾ چارڻ لاءِ وني وڃڻ.

**مال مارڻ:** غبن ڪرڻ. لٽ ڪرڻ- ڦُرَ ڪرڻ. بنا محنت جي دولت هٿ ڪرڻ.

**مال مبارڪ ڏيڻ:** شاهوڪاري تي ڦُنڊڻ.

**مال اسباب:** ذ. سازسامان پئسو ڏوڪڙ.

**مالامالُ:** ص. خوشحال- دولتمند. ڀرپور. زرخيز.

**مالامال ڪرڻ:** ملڪيت سان ڍئي ڇڏڻ. نهال ڪرڻ.

**مالارُ:** ذ. منگرمڇيءَ جو هڪ قسم.

**مالتِي:** ث (سن ) گُلن جي وَل جو هڪ قسم.

**مالٽو:** ذ. هڪ قسم جو ميوو ( نارنگيءَ سان مشابهت رکندڙ ).

**مالپُڙو:** ذ. گيهه ۾ تريل مٺي ماني.

**مالدارُ:** ص. دولتمند- شاهوڪار. ڀاڳيو.

**مالدارِي:** ث. دولتمندي- ثروت.

**مالسِرِي:** ث (سن ) هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**مالِش:** ث (ف ) مَلڻ- مَهٽ ( جسم کي ). آڏ. چمڪو- اوجر.

**مالِش ڪرڻ:** آڏمک ڪرڻ. مهٽ سهٽ ڪرڻ.

**مالشي:** ص.مالش ڪندڙ- بدن جي آدمڪ ڪندڙ.

**مالِ غنيمَت:** ذ.لڙائيءَ ۾ دشمن جو هٿ آيل مال.لُٽَ جو مال .مفت جو مال.

**مالِڪُ:** ذ(ع) والي- ڌڻي.آقا.خداوند.

**مالِڪُ المُلڪ:** ذ.ملڪ جو مالڪ- بادشاه.خدا تعاليٰ.

**مالڪاڻو:** ذ.مالڪيءَ جو حق يا عيوض.زميندار يءَ جو حق.

**مالڪي:** ث.ملڪيت جو حق.وارثي.دعويداري.

**مالَڪنگڻي:** ث.دوائن طور ڪم ايندڙ هڪ پسار ڪو ڪر.

**مالڪوس:** ذ.هڪ راڳ جو نالو.

**مال گاڏي:** ث.بارواري ريل گاڏي.بار گاڏي.

**مالگذار:** ص.زمين جي ڍل ڀريندڙ.

**مال مَتاعُ:** ذ(ع) اسباب ءِ دولت.ڌن دولت- ملڪيت.

**مال مَڏي:** ذ.جائداد- ملڪيت- سامان سڙو.

**مال مليدو:** ذ.چوري- ڪُٽي- ڀوڳهڙو.

**مال ميڙُ:** ص.بخيل- شوم- پئسو گڏ ڪندڙ.

**مالُوف:** ص (ع) مانوس- هاتو ماتو. پيارو. وتندڙ. (ذ) پيارو وطن- جنم ڀومي.

**مالهه:** ث.چرخي.هُرلي يا نار جي چڪر کي ڦيرائيندڙ ڏوريا رسي.

**مالَها:** ث(سن) هار- ڪَنڍي.سُمَرڻي

**مالها ڦيرڻ:** تسبيح سورڻ- ذڪر ڪرڻ- بندگي ڪرڻ.

**مالهارو:** ذ.مالهه کي پاندي تان ڪرڻ جي بچاءُ لاءِ ڏڪي ڪاٺي.

**مالهاري:** ث. هڪ ننڍڙو پکي. مالهاري پکيءَ جو سونڻ. جيڪو خاص طرح ٽر وارا ڪن ( ڪنهن ڪم تي ويندي، واٽ تي مالهاري پکي سجي طرفان اُڏامي يا کٻي طرفان اُڏامي ته ان لحاظ سان اهو چڱو يا خراب سونڻ ڀائين )

**مالهڻ، مالهڻَ:** ث.گلو ڪندڙ عورت- بڪارڻ. 'مالهي' جي مؤنث.

**مالهي:** ذ.باغ سنڀاليندڙ- باءائي- باغبان.بَڪاري- آرائين.

**مالهي:** ث.وات ۾ ڏندن جي پاڙ وارو گوشت ( جنهن ۾ ڏند اڳڙا هوندا آهن )- مهاري.

**مالي:** ث.ماليت.مُوڙي- پونجي.

**ماليات:** ص.مالي معاملن جو حساب ڪتاب.ماليت- پونجي.

**مالَياڻو:** ذ.آنڊ جو هڪ عضوو- ملينو.

**ماليَت:** ث(ع) پونجي- مُوڙي- سرمايو.ڌن- دولت.قيمت- مله

**ماليخوليا:** ث. هڪ قسم جي دماغي بيماري. دماغ جو خلل. خفتان- سوداءُ.چريائي.

**ماليسري:** ص.مالوَند.شاهوڪار- دولتمند.(ث) هڪ راڳڻيءَ جو نالو- ماليسري.

**مامرَ:** ث.رمز- اشارو.ڳجهي ڳالهه- لڪَ.طاقت- سگهه.

**مامرِ ٻولڻ:** اندر جوا حوال اورڻ.

**مامرَ پروڙڻ:** ڳجهو اشارو سهي ڪرڻ.رازپروڙڻ.ڳجهارت ڀڃڻ.

**مامرِ ملائڻ:** رمزتي هلڻ- ڳجهيءَ طرح هلڻ.

**مامار، ماماڻا:** ذ.مامي جو خاندان- مامي وارا.

**ماماڻو:** ذ.ڳاهه جو هڪ قسم.(ص) مامي وارو.

**مامتا:** ث.ماءُ جي محبت.

**مامرو:** ذ(ع:معامله) معاملو- مسئلو.تڪرار.

**مامره مَندڻ:** جهيڙو ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ.

**مامري پوڻ:** آزار ۾ ڦاسڻ- مصيبت ۾ ڦاسڻ.

**مامَڻُ:** م.ماپڻ- سَماڻڻ.

**سامڻ:** م.اشارو ڏيڻ- مامر ڏيڻ.

**مامو:** ذ.ماءُ جو ڀاءُ.(ث.مامي).

**مامُورُ:** ذ.مخمور- نشي ۾ مست.

**مامُور:** ص(ع) حڪم ڪيل.اجازت ڏنل.مقرر.

**مامُور ڪرڻ:** مقرر ڪرڻ- متعين ڪرڻ( ڪنهن ڪم تي ).

**مامُوري:** ث.مقرري.اَمرُ جي اجازت.

**مامُونُ:** ص(ع) امن هيٺ آيل- محفوظ.

**مامُوئي:** ص. مامر وارا- راز وارا- غيبي ڳالهيون ڪندڙ. (اسم خاص) سنڌي ادبي تاريخ ۾ آڳاٽا ست فقير شاعر.

**مامُوئي:** ث.هڪ قسم جو پسار ڪو ڪر- مُوميائي.

**مامُوئي ٿيڻ:** گرمي سبب ڳهر جڻ.

**ماميچو:** ذ.ڳاهه وانگر جمندڙ وَل جو قسم.

**ماميرو:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽيءَ جي پاڙ- ممميرو.

**مانَ:** ض(ف:مَن) آءٌ- مُون.(ظ) مجهان- ويان- اندران.

**مانَ:** ٻد.شال- هوند.جيڪر.

**مانُ:** ذ.عزت- شان.وڏائي- مرتبو.فخر.غرور- تڪبر.

**مان ڏيڻ:** عزت ڏيڻ.خاطر تواضع ڪرڻ.چوڻ مڃڻ.

**مانُ ڪرڻُ:** تعظيم ڪرڻ.آدر ڪرڻ.فخر ڪرڻ.اجائي وڏائي ڪرڻ.سيٺ ڪرڻ.

**مان مرتبو:** ذ.درجو- حيثيت- اقبال- شان.

**مان مرجاتا:** ذ.لحاظ- مُحابو.حياءُ- شرم.

**مان ملڻ:** عزت ملڻ. مرادپوري ٿيڻ.

**مانا:** ذ. اُهو کاڌو جيڪو حضرت موسيٰ جي قوم کي مليو هو (مَن وسلويٰ). مانيون. کاڌا. ڏڪاٽاپا.

**مانا کائي مٿي چڙهڻ:** حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻ. آخري عمر کي ويجهو اچڻ.

**مانارت:** ذ (سن) عزت- مان- آبرو.

**مانارو:** ذ. ماڪيءَ جي مکين يا ڏيهين جو خانن وارو آستانو.

**مانائتو:** ص. مان شان وارو. معزز- آبائتو. (ث. مانائتي)

**مانپتر:** ذ. عزت افزائيءَ واري شروعاتي عبارت- سرنامو.

**مانجڻ:** م. مَلڻ (ٿانءَ). صاف ڪرڻ- اُجارڻ.

**مانجي:** ث. جُوئر جي ماني پچائڻ مهل ڪم ايندڙ نيڪر جي گول لسي ڏڪڻي.

**مانجھ:** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**مانجهان:** ذ. حيرت جي موقعي تي وات مان بي اختيار نڪتل لفظ. گاهه طور ڪم ايندڙ لفظ.

**مانجهاندڙي:** ث. هڪ وڻ جو قسم.

**مانجهاندو:** ذ. مَنجهند جي ماني. ٻنپهرن جي مانيءَ آرام- ٻپهرو. سنرمِ ٿوري دير لاءِ ڍاپو ءِ آرام.

**مانجهاندو ڪرڻ:** ٿوري دير لاءِ ڍاپو ءِ آرام ڪرڻ- ٻپهرو ڪرڻ. ٻن پهرن جو ٿوري دير لاءِ ننڊ ڪرڻ- قيلولو ڪرڻ.

**مانجهاندي جو ماڳ:** ٿوري وقت جو نِڪاتو- وقتي رهائش.

**مانجهاتو:** ذ. مونجهارو. سُستي. ڏک.

**مانجهلي:** ث. ٻوٽي جو هڪ قسم.

**مانجهند:** اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

**مانجهو:** ذ. لغڙ جي ڏور کي هڻڻ جو مصالحو (جيڪو لَئي ۾ ڪٽيل شيشا ملائي ناهين).

**مانجهولو:** ذ. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**مانجهي:** ص. منجھ ويهندڙ. ماڻهن جي وچ ۾ ويهندڙ. اڳواڻ- سردار. سورهيه- پهلوان. جنگجو- جهونجهار.

**مانجهيرو:** ص. ٻئي جو ڳجھ ڄاڻندڙ- رازدار- واقف. سونهون- رهبر.

**مانجهيلو:** ذ. وڏو ديگڙو.

**ماند:** ظ. هن کان اڳ- اڳ ۾- قبل.

**ماندائي:** ث. ٿڪاوٽ. بيهوشي. اُمهائي- ماند ڪائي.

**ماندگي:** ث (ف) ٿڪ. سُستي.

**ماندئيو:** ذ. جهرتو- منڊيٽرو. مانڌاتي

**ماندو:** ص (ف: ماندن) ٿڪل. ڪُهيل- هڄيل. بيزار. سانو. (ث. ماندي).

**مانڌاڻ:** ذ. ولوڙو- لوچ پوچ. وڙوڙ- فساد.

**مانڌاڻ وجهڻ:** فساد وجهڻ. جهيڙو وجهڻ. رولو وجهڻ.

**مانڌاتو:** ذ. برسات تي ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم.

**مانڌاتي:** ث. ڏڌولوڙڻ لاءِ جهرتو- مَنڊي. گاهه جو هڪ قسم.

**مانڌل:** اسم خاص. سنڌ ۾ ماڻهوءَ جو نالو.

**مانڊ:** ث. سينگار- ناهه جوڙ- مَنڊ

**مانڊ مَنڊڻ:** سينگارڻ- سهڻو بڻائڻ.

**مانڊاڻ:** ذ. آسمان تي ڪارن ڪڪرن جو جُهڙ. جُهڙ جو ماحول

**مانڊائو:** ذ. بناوت- اڏاوت. جوڙجڪ- ناهڻوهه.

**مانڊائو مَنڊڻ:** بندوبست ڪرڻ- ناهه جوڙ ڪرڻ. اڏاوت ڪرڻ. ڪنهن ڪم جي ابتدائي تياري مڪمل ڪرڻ.

**مانڊلي، مانڊڻي:** ث. ڪاٺ جي اڏاوت واري ننڍو دڪان.

**مانڊو:** ص. ڏانگ بلا جي ڪکيل. ي مَنڊ پڙهندڙ.

**مانڊو، مانڊوو:** ذ. سرڪس، سئنيما يا ناچ گاني لاءِ اڏيل وڏو شاميانو

**مانڊول:** ذ. ٻاٽيءَ جي نيڪال لاءِ موري.

**مانڊي:** ص. منڊ پڙهندڙ. جهاڙ رکندڙ. مَنڊ هڻندڙ

**مانس:** ذ. (سن) ماس- ماهه- لحم- گوشت

**مانسي:** ص. ماڻهوءَ جو- انساني.

**مانع:** ص (ع) منع ڪندڙ- روڪ ڪندڙ. باز رکندڙ- پليندڙ. اٽڪاءُ ڪندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مانگ:** ث. ڳم جو هڪ قسم- ڏاوڻي.

**مانگر:** ذ. ٻاٽي جو هڪ وڏو جانور- واڳون. وڏو مڇ.

**مانگري:** ث. سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**مانگھ، مانگ:** ث. وارن جي وچان ليڪ- سينٿ. هڪ قسم جو ڳم- ڏاوڻ- ڏاوڻي.

**مانگھ:** ذ (سن) سنبت- سمت جو يارهون مهينو.

**مانند:** ظ (ف) وانگر- مثل- هوبهو.

**مانوارو:** ص. معزز- مانائتو.

**مانوس:** ص (ع) هاتو ماتو- هريل. پسند. يده- وٽندڙ.

**مانوس ٿيڻ:** هريءِ مري رهڻ.

**مانون:** ظ (سن) فرضاً- مثلاً. جڻڪ- گويا.

**مانھ، ماهُ:** ذ (ف: ماش) هڪ پوک جنهن جي ڦرين مان نڪتل اناج دال طور ڪم اچي- اُڙد.

**مانهين:** ص.پهلوان- جوڌو- دلير.

**مانئجڻ:** م.ماپجڻ- سمائجڻ.جاچڻ- چڪاس ڪرڻ.

**مانِي:** ث. ڪنهن بہ اناج جي اٽي مان پچايل لولو.ڪاڌو- طعام. رزق- چُوتو.دعوت لاءِ نهيل ڪاڌو.

**مانِي ٽِڪي:** ث.ڪاڌو خوراڪ- طعام.

**ماني حرام ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ- تنگ ڪرڻ.

**ماني ڪُتا ڪٿي وجڻ:** بي همت ٿيڻ- بزدل ٿيڻ.

**ماني ڪُتا نہ کائڻ:** تمام مالدار هئڻ- پئسي ڏوڪڙ جي پرواه نہ هئڻ.

**ماني ڪرڻ:** دعوت ڪرڻ. خيرات ڪرڻ. مُئي جي ختمي جي ماني ڪرڻ.

**ماني مَڃي:** ث.ڪشادو رزق.خوشحالي.

**ماني مڃيءَ وارو:** هلندي پُڄنديءَ وارو- حيثيت وارو.

**ماني موڪلائڻ:** ماني ڪرڻ- دعوت ڪرڻ.

**مانِين تَوڙ:** ص.رڳو کاڌي جو شوقين پر ڪم جو ڪوتو. منت ۾ مانيون کائيندڙ.سست- ٽوٽي.

**مانِيٽَرُ:** ذ (انگ) ڪنهن ڪم جي مٿان نظر ڪندڙ. ڪلاس ۾ اُستاد جو مددگار شاگرد.

**مانُ:** ذ.اَنُ پرڻ جو ٿانءُ.ماپو.

**ماڻ پرجڻ:** ڏينهن پورا ٿيڻ- حياتي پوري ٿيڻ.

**ماڻ پريل هئڻ:** حدکان ويڪ ڏک هئڻ.

**مانِڪُ:** ذ (سن) ياقوتُ- لعل.هيرو- رتن.

**مانِڪ:** اسم خاص.سنڌ ۾ مرد جو نالو.

**مانِڪي:** ث.اک جو ڪاروٽِڪو.اکين ۾ اڇن ٽِڪن واري مينهن.

**مائَڻُ:** م. واپرائڻ- ورتائڻ. هنڊائڻ. حاصل ڪرڻ (حياتي. جواني مزو).

**مائڻ چوڙڻ:** هنڊائڻ- استعمال ڪرڻ.عيش ۾ گذارڻ.

**مائو:** ذ.نخرو- انگل- ناز.

**مائا ڪرڻ:** انگل ڪرڻ- نخرا ڪرڻ.چانگرا ڪرڻ.

**مائن سان مارڻ:** ناز نخرن ذريعي ڪنهن کي پاڻ تي موهت ڪرڻ.

**مائا تائا:** ذ.ناز نخرا- چاگ.

**مائُهو:** ذ.انسان- آدمي- پُرش- بشر.

**مائهو مائهو سُڃاڻڻ:** چِڱي مَٺي جي پرک ڪرڻ.

**مائهپائي:** ث.مائهپو.انسانيت.اشرافت.

**مائهپو:** ذ.انسانيت.اشرافت- فضيلت.اخلاق.خوش اخلاقي.

**مائهپي مان نڪرڻ:** انسانيت نہ رهڻ- حيوان بنجڻ.بيحيا ٿيڻ.

**مائهو چيتو:** ذ.ڪوبہ انسان.

**مائهوئڙو:** ذ.مائڪي- پتلي (اک جي).

**مائِي:** ث.پٽڙين شين جو ماڻ- پاتياڻ لاءِ ماپو.

**مائيتو:** ص.مان وارو- مٿير- باوقار.

**ماويٰ:** ذ (ع) پناه جي جاءِ- نڪائو- گهر.

**ماوَراء:** ظ (ع) سواءِ- علاوه- بغير

**ماهُ:** ذ.گوشت- ماس.اَڙد (دال).

**ماهُ:** ذ (ف) چنڊ- قمر.مهينو.

**ماه بہ ماه:** ظ.هر مهيني- ماهوار.

**ماهتاب:** ذ.چنڊ.چانڊوڪي- چنڊ جو سهائو.

**ماهتابِي:** ص.سُهائيءَ وارو.(ث) آتشبازيءَ ۾ ٻارڻ لاءِ چُوچڙي.

**ماهپاره:** ص.چنڊ جو ٽُڪر.حسين- خوبصورت.معشوق.

**ماه پَيڪر:** ص.چنڊ جهڙي صورت وارو- حسين.

**ماه جَبين، مہ جبين:** ص.چنڊ جهڙي- حسين- خوبصورت- سُهڻي.

**ماه طَلعت:** ص.چنڊ جهڙي صورت.

**ماه ڪامل:** ذ.پورو چنڊ- چوڏهينءَ جو چنڊ.

**ماه لقا:** ص.چنڊ جي صورت وارو.

**ماه مُنير:** ذ.چمڪندڙ چنڊ

**ماهِ نؤ:** ذ.نئون چنڊ.پهرين تاريخ جو چنڊ.نئون مهينو.

**ماهوار:** ص.هر مهيني- مهيني سر مهيني.

**ماهوارِي:** ث.هر مهيني عورت کي ايندڙ حيض- ڪپڙا.

**ماه وَش:** ص.چنڊ جهڙو.سهڻي- حسين.

**ماهي:** ص.ماه (چنڊ) جهڙو سهڻو.حسين.محبوب- جانب- پيارو.

**ماهيانو:** ذ.هر مهيني مقرر وظيفو- پگهار.

**ماهِرُ:** ص (ع) تيز فهم- سمجهو- ڏاهو.هنرمند.تجربيڪار. ڪم يا فن ۾ اُستاد.

**ماهرائو:** ص.ماهرن وارو- ماهر جو.تجربي وارو.

**ماهرُو:** ص.چنڊ جي صورت جهڙو.معشوق- محبوب.

**ماهڙُ:** ص.ڪيرو ڪندڙ- پاڳيو- ڏوڏي.

**ماهِلُ:** ص.ڳنڍيل- مليل- گاڏڙ- مرڪب.

**ماهنڊ:** ذ.ماهينڊ.

**ماهو:** ذ.موت.ڪوس- قتل عام.

**ماهو پوڻ:** عام ماڻهن يا مال ۾ موت گهڻو ٿيڻ.قتل عام ٿيڻ.

خونريزيءَ ٿيڻ.

**ماهي:** ث(ف)مڇي.

**ماهي بي آب:** ص. پاڻيءَ مان نڪتل مڇي (جيڪا ڦٿڪندي رهي).بيقرار.

**ماهيتَ:** ث (ع) اصل مادو- جوهَرُ. مغز. حقيقي وجود. حقيقت. اصليت- خصوصيت.

**ماهيچو:** ذ.قالب- ڪارب- سانچو.خاڪو- مسودو.

**ماهيَڙ:** ص. مينهون ڌاريندڙ ياڳيو. ماهيو ڪير و ڪندڙ. مينهن جي ڌوڏ ڪندڙ.

**ماهيگيرُ:** ص.مڇي جهليندڙ يا ماريندڙ.مُهاڻو.

**ماهيگيري:** ث.مڇين جي پالنا ۽ ٻَڪڙ جو ڌنڌو.

**ماهيندُ:** ذ.پيار ۽ سينگار لاءِ چؤپائي مال جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ گهڻين ڳنڍين يا ڪوڏين وغيره جي پوچ وارو رنگين ڳانو.

**ماهيو:** ص.مينهن جو.(ذ)مينهون.

**ماءِ:** ث.ماڳ-هنڌ- جُوءِ.

**ماءُ:** ذ(ع)پاڻيءَ-آب- جل- عرق.

**ماءُ اللّحم:** ذ.گوشت جو ڇڪايل عرق.

**ماءُ:** ث.اُها عورت جنهن ڄڻيو هجي- والده- مادر- امڙ-آئي.

**ماءُ پيءُ:** ذ.امان ابو-والدين.

**ماءُ جايو:** ذ.ساڳي ماءُ مان ڄاول ڀاءُ.

**مائٽو:** ص.ماءُ جو- ماءُ وارو.ماٽيجو-ويڳو.

**مائٽو پيٽو:** ص.ساڳيءَ ماءُ پيءُ جو.ڏَنڪو.

**مائٽُ:** ذ.عزيز-رشتيدار.سڱيتو.(مائٽياڻي).

**مائٽ مٽ:** ذ.عزيز قريب.سڱٽا.

**مائٽاڻو:** ص.مائٽن جو.ورثي ۾ مليل.

**مائٽي:** ث.عزازت-قرابت-رشتيداري.سڱُ.

**مائٽي چَوائڻ:** وچ واري ماڻهوءَ هٿان سڱابنديءَ جي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ.

**مائٽي ڪرڻ:** سڱ ڪرڻ.عزازت ڳنڍڻ.سڱاوتي ڪرڻ.

**مائجَڻُ:** م.سمائجڻ- ماپڻ. ڪنهن ٻيءَ شيءِ ۾ ماپجي وڃڻ.

**مائدَه:** ذ (ع) کاڌو رکيل دسترخوان. قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو.

**مائع، مايع:** ذ(ع)پاڻيٺ(پاڻي،کير،تيل وغيره).

**مائل:** ص(ع)لاڙو رکندڙ- جهڪيل- نميل.لڙيل.متوجه.چاهيندڙ.

**مائل ٿيڻ:** لاڙو رکڻ- جُهڪڻ.راغب ٿيڻ.متوجه ٿيڻ.

**مائلو:** ذ.کاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**مائڻُ:** م.سمائجڻ- ماپيءِ اچڻ.

**مائو:** ذ.مناڻيءَ جو هڪ قسم-گهاٽي ڪڙهيل کير مان نهيل مادو

**مائوف:** ص(ع)ضربيل-ڏکيل(عضوو).بي حس- سائو.

**مائي:** ث.ماتا جي بيماري- ماتا- چيچڪ.

**مائيءَ جي مهر ڪرڻ:** ماتا نڪرڻ.

**مائي:** ث.ماءُ.دائي.ڪا به عورت.پوڙهي عورت.

**مائيتو:** ص.ماءُ جو (اولاد،جنهن جو پيءُ ٻيو هجي).(ث.مائيتي).

**مائي باپ:** ذ.ماءُ پيءُ.حاڪم.پاليندڙ.

**مائيپوتو:** ص.سون جو ڪم ڪندڙ- سونارو.

**مائيدارُ:** ص.مائو ٻيل- مائي وارو.ڳرو ارو.

**مائيڪ:** ذ(انگ)لائودا سپيڪر سان لاڳاپيل وات تي رکي ڳالهائڻ جو اوزار- مائيڪروفون.

**مايا:** ث(سن)هنر- ڪاريگري.عقل- ڏاهپ.ڌن- دولت.

**مايا اُڏائڻ:** اجايو خرچ ڪرڻ- پئسو ڏف ڪرڻ.

**مايا جو مُريد:** ص.ڪنجوس-بخيل.

**مايالُو:** ص.مهربان- ٻاجهارو.

**ماياوِي:** ص.مايا جو.چالاڪ-ٺڳ.

**مايَر:** ص.جوين کي پهتل.متارو-ٿلهو.(ذ)آنيارو ٻَلو.

**مايو:** ذ(ف:مايه)سرمايو- پونجي- مُوڙي.دولت.ذخيرو.پيڙهه. اصلي مادو- جوهر- مغز.حقيقي وجود.مادو.مقدار.

**مايه دارُ:** ص وزني-ڳرو.ڀَرو.ڳردار.پيريل.

**مايهءِ ناز:** ص.فخر جو سبب.

**مايُوس:** ص(ع)نااميد- نراس.دل شڪستو.ويڳاتو.

**مايُوس ڪرڻ:** نااُميد ڪرڻ- دل ٽوڙڻ.

**مايُوسي:** ث.نااميدي.محرومي.نراسائي.

**مُباح:** ص(ع)جائز- روا- حلال.شريعت مطابق جائز-درست.رهائيندو

**مُباح ڪرڻ:** روا رکڻ.درست سمجهڻ.بخش ڪرڻ- معاف ڪرڻ.

**مُباحَثو:** ذ(ع)بحث.سوال جواب.مناظرو.تڪرار.

**مُبادا:** ظ(ف)خدا نه ڪري.متان ائين ٿئي.متان- شايد.

**مُبادلو:** ذ(ع)بدلو- عيوض.متاسٽا- بدل سدل.

**مُبارزت:** ث(ع)لڙائيءَ لاءِ نڪري اچڻ.جنگ- لڙائي- ويڙهه.

**مُبارڪ:** ث(ع)خوشخبري.واڌائي-ڪيرَ.

**مبارڪون ڏيڻ:** ڪنهن خوشيءَ تي واڌايون چوڻ.

**مُبارڪبَاد، مُبارڪبَادي:** ث.واڌائي-ڪير.خوشخبري.

**مُبارَڪُ** ص(ع) برڪتوارو- سڀاڳو- نيڪ- سعيد. ڀلارو- سڳورو.

**مُبارَڪي:** ث. مبارڪ- ڪير- واڌائي.

**مُبارکي:** ث. مغز جي هڪ بيماري- سرسام- وڦل.

**مُبارو:** ذ. ڇپري جو هڪ قسم- ڳهگهه پکي.

**مُباشَرَت:** ث(ع) جماع- همبستري.

**مُبالغو:** ذ(ع) حد کان وڌيڪ تعريف. ساراهه ۾ تمام گهڻو وڌاءُ. اجائي ڊيگهه.

**مبالغو ڪرڻ:** وڌاءُ ڪرڻ. وڌائي ڳالهه ڪرڻ.

**مُبالغہ آميز:** ص. وڌائي ڪيل ڳالهه.

**مُباهلو.** ذ(ع) هڪٻئي جي لاءِ ٻڌ پاراتي وارو شرط.

**مُباهي:** ص. منور- پرتابي. مٿاهون- اعليٰ اوچو. عاليشان.

**مُبتدا:** ث(ع) شروعات- آغاز- ابتدا. مُنڍ. گرامر موجب جملي جو پهريون حصو.

**مُبتَدي:** ص(ع) شروع وارو. سيکڙاٽ. نئون شاگرد. اوائلي.

**مُبتَذَل:** ص(ع) ذليل- خوار. رذيل- حقير.

**مُبتَلا:** ص(ع) پڪڙيل- ورتل- ڄهليل. رُڌل- ڦاٿل. مصروف.

**مُبَدل:** ص(ع) بدليل- ڦريل- مٽيل. ڦرندڙ گهرندڙ.

**مَبذُول:** ص(ع) استعمال ڪيل. ڪم ۾ آندل. ٻلي ڪيل.

**مُبرا:** ص(ع) آجو- آزاد- ڇٽل. پاڪ صاف- بي عيب.

**مُبرَم.** ص(ع) اٽل- ٽيٽي. مستحڪم.

**مُبرو.** ذ. وڏو ماڻ. وڏو ماپو (پٽڙين شين کي ماپڻ لاءِ). (ث. مُبري).

**مُبرر مَتُّ:** زورسان دٻي پيري ونڻ.

**مَبسُوط:** ص(ع) پکڙيل- ڦهليل. ڪشادو- ويڪرو.

**مُبَشِر:** ص(ع) بشارت ڏيندڙ- خوشخبري ٻڌائيندڙ.

**مُبصِر:** ص(ع) ڏسندڙ- جاچيندڙ. پارکو. تبصرو ڪندڙ.

**مَبعُوث:** ص(ع) موڪليل- پيدا ڪيل. جيئرو ڪيل- جاڳايل.

**مَبلَغ:** ص(ع) جملي- ڪُل- سڀ. اندازاً (رقم).

**مُبلِغ:** ص(ع) تبليغ ڪندڙ- پرچارڪ.

**مَبني:** ص(ع) جنهن شيءِ يا ڳالهه تي بنياد رکيل هجي- بنيادي.

**مَبنيٰ:** ذ(ع) بنياد. عمارت.

**مبو:** ذ. ڇيڙو- پڇاڙي- ڇيه. حد- پڇاتي.

**مُبهَم:** ص(ع) منجهيل (ڳالهه)- گول مول. شڪي.

**مَبهُوت.** ص(ع) حيران- هڪوٻڪو. وائڙو.

**مُبين:** ص(ع) ظاهر- آشڪار- صاف. نشانبر- چٽو- پڌرو.

**مَت:** ث (سن) عقل- سمجهه- ٻڌ. ڏاهپ. هوش. صلاح- راءِ. نصيحت. سيکت.

**مَت ڏيڻ:** عقل ڏسڻ. سيکت ڏيڻ.

**مَت کسجڻ:** سمجهه وڃڻ- عقل مارجڻ. هوش وڃائڻ.

**مَت کسڻ:** اُلٽي مت اچڻ- اُبتي سمجهه ٿيڻ.

**مَتيون منجهڻ:** حوصلو خطا ٿيڻ- حواس گم ٿيڻ. وائڙو ٿيڻ.

**مَت مُوڙهي:** ث. عقل منجهيل- مَت کسيل (عورت).

**مَتُ:** ذ(سن) پوڄا. ڌرم- مذهب. عقيدو. پنٿ.

**مت:** ث. شمار- ڳڻپ. ماپ.

**مَتُّ:** ص. ٿلهو- ڏونس- ڏڳ.

**مُتابِع:** ص(ع) تابع. پيروي ڪندڙ.

**مُتابَعَت.** ث(ع) پيروي. فرمانبرداري- اطاعت.

**مُتاثر:** ص(ع) اثر قبول ڪندڙ- اثرپذير. اثر ڪندڙ- اثرائتو.

**مُتاخر:** ص(ع) پنيان ايندڙ- پڇاڙيءَ وارو- آخري. جديد.

**مُتاخرين:** ذ(ع) پڇاڙيءَ واري زماني جا ماڻهو. هلندڙ دور جا ماڻهو.

**مَتارا:** اسم خاص. وڏا پياڪ- وڏا ميخوار- متوالا. (موکي متارا).

**مَتارو:** ص. بدن ۾ پريل- ٿلهو (چوپايو). سگهو. (ث. متاري).

**مَتارا مُچ ڪرڻ:** زبردستي کي مات ڪرڻ.

**مُتاسف:** ص(ع) افسوس ڪندڙ- ڏک ڪندڙ. غمگين- ڏکارو.

**مَتاع:** ذ(ع) مال اسباب- اٿاڻو- پونجي. سوداگريءَ جو مال.

**مَتان:** ظ. نه- بنڪلن- مَجڻ. شايد- جيڪر.

**مَتانَت:** ث(ع) سنجيدگي. پختگي. خيالن جي پڪائي.

**مَتاهُ:** ذ. هڪ قسم جو پکي.

**مُتبادر:** ص(ع) يڪدم ذهن ۾ ايندڙ.

**مُتبادِل:** ص(ع) عيوض ۾- بدران آيل. بدل. سدل. مٽاسٽا ۾ آيل.

**مُتبَدَل:** ص(ع) تبديل ٿيندڙ- بدلجندڙ. اُبتو سُبتو ٿيندڙ.

**مُتبحر:** ص(ع) علم جو درياءُ- وڏو عالم فاضل.

**مُتبرڪ:** ص(ع) پاڪ- صاف. مقدس. برڪت وارو. معزز. سڳورو.

**مُتبسم:** ص(ع) کلندڙ- مرڪندڙ- مشڪندڙ.

**مَتبيد:** ذ(سن) اختلاف. اختلاف راءِ.

**مُتَجَسس:** ص(ع) تلاش ڪندڙ- سرگردان.

**مُتجاوز:** ص(ع) حد کان وڌندڙ.

**مُتَحارِب:** ص(ع) هڪٻئي سان وڙهندڙ- لڙائيءَ ۾ ڳنڍيل.

**مُتَ[illegible]:** ص(ع) اتحاد ڪندڙ- متفق- ٻڌيءَ ۾. ڳنڍيل- هڪ ٿيل.

**مُتَحرڪ:** ص(ع) حرڪت ڪندڙ- چُرندڙ.

**مُتَحَمَلُ:** ص(ع) بردبار- ڳنڀير- سنجيدو. برداشت ڪندڙ- سهندڙ.

**مُتَحَيرُ:** ص(ع) حيران- عجب ۾. هڪ ٻڪو- وائڙو.

**مُتَداوَلُ:** ص(ع) واري واري سان آيل- هٿوهٿ پهچندڙ (حديث جو اصطلاح). هلندڙ- رائج. عام- رسمي.

**مُتَذَبذَبُ:** ص(ع) ٻڌ تر ۾. ٻه چتو- ڳڻتي ۾.

**مُتَذڪَرَه:** ص(ع) ذڪر ڪيل- بيان ڪيل. ڄاڻايل.

**مُتذڪَرَه بالا:** مٿي ذڪر ڪيل- مٿي لکيل.

**مترُ:** ذ(سن) مت- مٽ- عزيز. دوست- يار.

**مُترادِفُ:** ص(ع) هم معني (لفظ).

**مُترَجَمُ:** ص(ع) ترجمو ڪندڙ.

**مُتَرَدِدُ:** ص(ع) فڪرمند. بيقرار. ڳڻتي ۾- ٻڌتر ۾. انڪاري.

**مُتَرَشِحُ:** ص(ع) ظاهر- پڌرو.

**مُتَرڪو، مَترڪو:** ذ(ع) ڪلين ڪو ڪن نو ڪن جو اوزار- هٿوڙو.

**مُتَرڪي:** ث. ننڍو مترڪو.

**مُتَرنَمُ:** ص. ترنم وارو- سُر وارو. سُر سان ڳائيندڙ.

**مَترُوڪُ:** ص (ع) ترڪ ڪل- ڇڏيل. اهو لفظ جيڪو اڳ استعمال ٿيندڙ هجي پر موجوده ٻولي ۾ ڇڏيو ويو هجي.

**مَترُوڪات:** ث. ڇڏيل شيون. ٻولي ۾ جا ترڪ ٿي ويل لفظ.

**مَتري:** ث. جدا جدا ماپن جي سوراخ ٿيل لوهي پٽي.

**مُتَزَلزِلُ:** ص(ع) ڏڏندڙ (زلزلي ۾). ڏڪندڙ.

**مُتساوِي:** ص(ع) هڪٻئي جيترا.

**مُتشابه:** ص(ع) هم شڪل- هڪ جهڙو. ساڳيو- هوبهو.

**مُتَشابِهات:** ث(ع) ڪلام پاڪ جون اهي آيتون جن جي معنيٰ خدا تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو نه ڄاڻي.

**مُتَشَدِد:** ص(ع) سختي ڪندڙ- تشدد ڪندڙ.

**مُتَشَرِعُ:** (ع) شريعت جو پابند- پڪو ديندار.

**مُتَشَڪَرُ:** ص(ع) شڪر ادا ڪندڙ- شڪرگذار- ٿورائتو.

**مُتَشَڪِلُ:** ص(ع) شڪل اختيار ڪندڙ.

**مُتَشَڪِي:** ص(ع) شڪ وارو- شڪ ڳاڏڙ. گرامر ۾ 'زمان ماضي متشڪي'.

**مُتَصادِمُ:** ص(ع) هڪٻئي سان ٽڪر جندڙ- ٽڪرائيندڙ.

**مُتصرفُ:** ص(ع) ڪم ۾ آڻيندڙ- قابض. مالڪي رکندڙ- قبضيدار.

**مُتصرف ٿيڻ:** قبضو حاصل ڪرڻ. مالڪ ٿيڻ.

**مُتَصرفي:** ث. مالڪي- قبضيداري. ملڪيت.

**مُتصلُ:** ص(ع) ويجهو- لاڳو- ڳنڍيل. نزديڪ. لاڳيتو.

**مُتصَوِرُ:** ص(ع) تصور ۾ آندل- تصور ڪيل.

**مُتضادُ:** ظ(ع) اُبتڙ- خلاف- برعڪس.

**مُتعارِفُ:** ص (ع) هڪٻئي جا واقف- ڄاتو سُڃاتو. سڃاتل- واقفڪار. ناليوارو- مشهور.

**مُتعارف ڪرائڻ:** ڪنهن نئين شيءِ کان واقف ڪرڻ.

**مُتعالِي:** ص(ع) بلند- برتر- اعليٰ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مُتَعَجِبُ:** ص(ع) حيران- وائڙو- اچرج ۾ پيل.

**مُتَعَدِدُ:** ص (ع) ٿورا- ڳاڻ ڳڻيا- چند- ڪجھ. گهڻا- ڪيئي- بيشمار.

**مُتَعَدِي:** ص(ع) وچڙندڙ (مرض).

**مُتَعَدِي:** ذ. گرامر ۾ مفعول سان لاڳاپو رکندڙ فعل.

**مُتَعرِضُ:** ص(ع) اعتراض ڪندڙ. روڪيندڙ.

**مُتَعَصِبُ:** ص (ع) مذهب يا قوم جي ڳالا ڪندڙ- تعصب رکندڙ. تعصبي- ڪٽر.

**مُتعفِنُ:** ص(ع) بانسي- ڪنو- بدبودار.

**مُتعلِقُ:** ص(ع) تعلق رکندڙ- لاڳاپيل- وابسته. واسطو رکندڙ.

**مُتَعلِمُ:** ص(ع) تعليم وٺندڙ- شاگرد. طالب علم.

**مُتعو:** ذ(ع) شيعه فرقي ۾ مقرر وقت لاءِ نڪاح.

**مُتعهِدُ:** ص(ع) ڳنڍ ڪيل- ڪنو ڪيل. سڏايل- ڪونيل.

**مُتعينُ:** ص(ع) ڪنهن ڪم تي مقرر ڪيل. سونپيل. نامزد- مقرر.

**مُتغائرُ:** ص(ع) الڳ- جدا- علحيدو.

**مُتغيرُ:** ص (ع) هڪ حالت مان ٻيءَ ۾ بدلجندڙ. بدليل. حيران- وائڙو. گهبرايل.

**مُتَفَرِقُ، مُتَفَرِقَه:** ظ (ع) جدا جدا- الڳ الڳ. ٽڙيل پکڙيل. ڇڙو ڇڙ- منتشر.

**مُتَفَرِقات:** ذ(ع) جدا جدا شيون. حساب ڪتاب جون مختلف رقمون.

**مُتفقُ، مُتفقَه** ص(ع) اتفاق ڪندڙ. يڪراءِ- هم خيال. شامل- ڳنڍ- مليل.

**مُتفق ٿيڻ:** شامل راءِ ٿيڻ- يڪ صلاح ٿيڻ.

**مُتفق راءِ:** ظ. يڪراءِ- هم صلاح- يڪزبان.

**مُتفَڪَرُ:** ص(ع) فڪرمند. غمگين. ڳڻتي ڪندڙ.

**مُتقابِلُ:** ص(ع) مقابلي وارو- تقابلي. مقابلو ڪندڙ.

**مُتَقارِبُ:** ص(ع) هڪٻئي سان لاڳو. (ث) علم عروض ۾ هڪ بحر جو نالو.

**مُتَقاضِي:** ص(ع) گهرندڙ- طلب ڪندڙ- تقاضا ڪندڙ.

**مُتَقَدمُ**: ص(ع) اڳيان وڌندڙ. اڳون. اڳرائي ڪندڙ.

**مُتَقَدمين**: ص. گذريل زماني جا ماڻهو- اڳي وارا ماڻهو.

**مُتقِي**: ص(ع) پرهيزگار- عبادتگذار- پاڪباز. گناهن کان بچندڙ. خدا کان ڊڄندڙ. شرع جي خلاف ڪمن کان پاسو ڪندڙ.

**مُتَڪَبرُ**: ص(ع) تڪبر ڪندڙ- مغرور- هٺيلو. خودپسند.

**مُتَڪَلمُ**: ص(ع) ڳالهائيندڙ. تقرير ڪندڙ. علم ڪلام جو ماهر.

**مُتَڪَلم**: ذ. گرامر ۾ ضمير جو هڪ قسم. (آئون. اسين وغيره)

**مَتَلُ**: ص. ڀرپور- ڀريل. ڀريل- دڪيل (پاڻ). ڪاوڙيل.

**مُتلاشِي**: ص(ع) تلاش ڪندڙ- ڳولائو.

**مُتلاطِم**: ص(ع) لهرين وارو- ڇولين وارو- موجزن- ڇولڙ.

**مُتَلوِنَ**: ص(ع) رنگ بدلائيندڙ. ڦرندڙ گهرندڙ.

**مُتلون مزاج**: ص. هڪ ڳالهه تي نه بيهندڙ- غير مستقل مزاج.

**مُتَمدَن**: ص. تهذيب وارو- تمدن وارو.

**مُتَمَڪِن**: ص(ع) جاءِ وٺندڙ- قرار وٺندڙ. ٺانيڪو.

**مُتَمَني**: ص (ع) خواهشمند- گهرجائو- آسائتو. تمنا رکندڙ- آرزومند.

**مُتَمَول**: ص(ع) امير- دولتمند- مالدار.

**مَتَنُ**: ذ(ع) ڪتاب جي اصل عبارت.

**مُتَنازِع**: ص(ع) ڀڃاڙيءَ تي پهتل- ڇيهه ڪيل.

**مُتَناسِبُ**: ص(ع) تناسب رکندڙ. هڪ ساريڪو. مناسب. موزون.

**مُتَناهِي**: ص(ع) ڀڃاڙيءَ تي پهتل- ڇيهه ڪيل.

**مُتَنَبہ**: ص(ع) تنبيهه ڪيل. آگاهه- خبردار.

**مُتَنَفرُ**: ص(ع) نفرت ڪندڙ. بيزار- ڌڪاريندڙ.

**مُتَنَفس**: ص(ع) ساهوارو- جاندار. ماڻهو- بشر.

**مَتَرَ**: ظ. متان- هرگز- مَڇن.

**مَتو**: ذ (سن) مت- عقيدو. مذهب. اصول. قاعدو. فرقو- مت.

**مَتو ميڙو ڇڏڻ**: عزت سان هليو وڃڻ.

**مُتو**: ص. قدم ۾ ڇوٽو پر ٻنن ۾ پريل- ڊينبو.

**مُتواتِر**: ظ(ع) هڪ ٻئي پٺيان- لاڳيتو- مسلسل.

**مُتَوازن**: ص(ع) وزن ۾ برابر. پورو پنو.

**مُتوازِي**: ص. هڪجهڙو- برابر- توازن وارو.

**مَتوالو**: ص. سودائي- ديوانو. خمار يل- مدهوش.

**مُتَوجِہ**: ص(ع) توجه ڪندڙ- ڌيان ڏيندڙ. مائل. هڪ منو.

**مُتَوجَہ ڪرڻ**: ڌيان ڇڪائڻ.

**مُتَوسِط**: ص(ع) وچ جو- وچ وارو- وچيون- وچولو- درميانو. پورو پنو.

**مُتَوسل**: ص- وسيلو ڳوليندڙ- سهارو ڳوليندڙ.

**مُتَوَطِن**: ص(ع) رها ڪو- رهندڙ- باشندو.

**مُتَوفِي**: ص(ع) مئل- گذاري ويل- فوتي.

**مُتَوقعَ**: ص(ع) توقع رکندڙ- اميد رکندڙ. اميدوارو.

**مُتَوقف**: ص(ع) دير ڪندڙ- ڍلو. تاخير وارو- توقف وارو.

**مُتَوَڪلُ**: ص (ع) توڪل تي رهندڙ- ڀروسو ڪندڙ. خدا تي ڀاڙيندڙ. رضا تي راضي رهندڙ- تَوَڪلي.

**مُتَوَلد**: ص(ع) پيدا ٿيندڙ- ڄمندڙ.

**مُتَوَلِي**: ص(ع) انتظام ڪندڙ- جائداد يا وقف جو نگران. والي.

**مُتَهبو**: ذ. ڪوڙي تهمت- بهتان.

**مُتَهَر، مُتهَرو**: ذ. مهري- مهلڙو. ڏندو- سؤنٽو.

**مَت هِينُ**: ص (سن) جنهن جو عقل کسجي ويو هجي- مت ڪٺل- بي عقل.

**مِتِي**: ث. مهينو. تاريخ- تِٿ.

**متيرو**: ذ. ڇيڙ. قد جو بندرو- ڪوتاهقد.

**مَتيلو**: ذ. ٻيڙيءَ جي ڪوهي کي جهلڻ جو اوزار.

**مَتِينُ**: ص(ع) محڪم- مضبوط- ثابت قدم.

**مَتَّ**: ث (سن) ولوڙو- ڇاڇول. غور- ويچار.

**مَتَّ**: ث. متاهين- متاڇرو. مٿين سطح. مٿيون پاسو.

**مَتَّ خَرچُ**: ذ. مٿيون خرچ. ريزڪي خرچ. اتفاقي ضرورت وارو خرچ

**مَتَّ مُنهون**: ص. خودپسند- هٺيلو. بلند. اوچو- متاهون.

**متُّ**: ص. سنٽيڪو- ٺانهريو

**مَتَاڇرو**: ذ. مٿين سطح- مٿيون حصو. (ص) سطحي- نالي ماتر. مٿينءَ دل سان. سرسري.

**متاڇري نموني**: سطحي طور. مٿين دل سان.

**مَتَارَ**: ث. متاهين. متاڇراڻي. ڪنارو- ڪپ (درياءَ جو).

**مَتَاڙو**: ذ. مٿيون پاسو. ٻنيءَ جو مٿڙ وارو ءِ ڊنگ وارو حصو- منڍو.

**مَتَاڙا هڻڻ**: هر ڏينهن بعد منڍن کي ٻيو ٻيرو هر ڏيڻ.

**مَتَا ڪُٽَ**: ث. مٿو هڻڻ- مغزماري. جفاڪشي- سخت محنت. جاکوڙ. ڪشالو. ڪوشش.

**مَتَا ڪُٽ ڪرڻ**: ڪوشش ڪرڻ. جاکوڙ ڪرڻ. بيحد سرجوشي ڪرڻ.

**مَتَاڪرو**: ص. مٿو هڻندڙ. متاڪُٽ ڪندڙ- جفاڪش.

**مَتَامارِي**: ث. متاڪُٽ- مغزماري.

مَٿامو: ذ.مَٿو- سر.گنجو مٿو- نوڙهه.

مَٿاميڙ: ث.گهوٽ ڪنوار کي لائون ڏيڻ جي رسم.شادي- وهانءُ.

مَٿان: ظ. مٿي کان- مٿي وٽان. چوٽيءَ کان. شروع کان. مٿي- وڌيڪ- زياده.

مٿان پوڻ: اوچتو ڪڙ ڪڻ.موقعي تي رسڻ.

مَٿان لهي اچڻ: وڏي درجي وارو هئڻ.آسمان تان لهڻ.

مٿان ڪچي وڃڻ: ٺمپهه و ڪامي وڃڻ.

مٿان تي ڪرڻ: ڌمي پوڻ- ڦهڪو ڪرڻ.

مٿان ويهڻ: سنڀال ڪرڻ.نظرداري ڪرڻ.

مَٿان ئِي مَٿان: ظ.گهڻو مٿي.مروج سرشتي کان مختلف.

مَٿاندي: ث.مٿي وارو- سيراندي

مٿانگرو: ص.وڏو- اُوچو.مٿانهون.

مٿانهون، مٿاهون: ظ. مٿي- بلند- اوچو. اعليٰ. اڳرو. (ث. مٿانهين).

مَٿانهين، مَٿاهِين: ث. بلندي- اوچائي. وڏائي- بزرگي- عظمت. چاڙهه- چاڙهي.

مَٿاهَرُ: ذ.اڻ کيڙيل زمين جو مُنڍو- مٿاڙو.

مَٿڪي: ث.اصل رقم تي ڏنل واڌو رقم.واڌي.

مَٿلجو: ص.شرميلو- لڄارو.ڍونگي- مڪريلو.هٺيلو- ضدي.

مٿُن: ذ(سن) هڪ برج جو نالو- جوزا.

مَٿَنُ: م.ولوڙڻ (کير).سوچڻ- ڳٽ ڳوت ڪرڻ.

مَٿو: ذ. سِرُ. پيشاني- نراڙ. مغز. کوپري. مٿانهون پاڳو- مٿيون حصو.مُنڍ.

مَٿا ڪُٽا ڏيڻ: تڪليف برداشت ڪرڻ. ڪشالو ڪڍڻ.

مَٿا مُونا هڻڻ: ڪوشش ڪرڻ- ڪشالو ڪرڻ.

مَٿو ٻڌڻ: خوشامد ڪرڻ.

مَٿو پِٽ سان لڳڻ: پشيمان ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ.

مَٿو پِچڻ: سخت سزا ڏيڻ.

مَٿو ٽپائڻ: بيزار ڪرڻ- تنگ ڪرڻ.ورچائڻ

مَٿو ٽپڻ: مجبور ٿي پوڻ.ڪمر ڪسڻ.

مَٿو ٽيڪڻ: سجدو ڪرڻ.پيش پوڻ.سلامي پرڻ.

مَٿو پَٽ پوڻ: ڪِري پوڻ- ڍهڻ.تباهه ٿي وڃڻ.ڏيوالو نڪرڻ.

مَٿو پَٽ سان لڳڻ: ڏک ڪائڻ.ناڪام ٿيڻ.

مَٿو پِٽڻ: افسوس ڪرڻ- ماتم ڪرڻ.ڏاڪڙا ڏسڻ.

مَٿو چِٽ سان لڳڻ: مغرور ٿيڻ- هٺ ۾ پرجڻ.وت کان وڌيڪ زور ڏيکارڻ.

مَٿو ڏُونڻ: نفيءَ ۾ جواب ڏيڻ- ناڪار ڪرڻ.

مَٿو ڌوئڻ: وهنجڻ- غسل ڪرڻ.ٽڙ ڪرڻ.

مَٿو ڏارڻ: مٿو ڦاڙڻ.سخت جفاڪشي ڪرڻ.

مٿو ڏيڻ: مُنهن ڏيڻ- سامهون ٿيڻ.هٿ ڳنڍڻ.مقابلو ڪرڻ.

مَٿو ڦَرڻُ: پنواٽي اچڻ.وڏائي ٿيڻ.چريو ٿيڻ.بتال ٿيڻ.

مَٿو ڦوڙائڻ: هڙموڙي وڃائڻ- چيهو پرائڻ.

مَٿو ڪرڻ: ڪنهن پاسو روانو ٿيڻ- مُنهن ڪرڻ.

مٿو ڪُوڙڻُ: دلبو ڏيئي ڦُرڻ.

مَٿو کائڻ: گهڻو ڳالهائڻ.بيزار ڪرڻ- اجائي بڪ ڪري ورچائڻ.

مَٿو ڪٽو ڏيڻ: گذارڻ- نباهڻ- حياتي گهارڻ.

مٿو کپائڻ: غور ويچار ڪرڻ. ڪاپارو ڪرڻ. سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

مَٿو ڪنهڻ: سوچ ۾ ٻڏل هئڻ.لڄي ٿيڻ.واندو ويهڻ.

مَٿو ڪڻڻ: منهن مٿي ڪرڻ.تندرست ٿيڻ- چاق ٿيڻ.

مَٿو ڪوڙڻ: مري وڃڻ.شڪست اچڻ.

مَٿو گنجو ٿيڻ: نوڙهو ٿيڻ.پينگيو ٿيڻ.

مَٿو لُڏڻ: پيرسن ٿيڻ- ٻُڍو ٿيڻ.

مٿو لڪائڻ: اجهي ۾ اچڻ.پناهه وٺڻ.رهائش اختيار ڪرڻ.

مَٿو مَنڊڻ: رُڌل رهڻ- هر وقت مشغول رهڻ.

مَٿو مُنهن پِٽڻ: هاءِ گهوڙا ڪرڻ.پٽڪو ڪرڻ.

مَٿو ميرو ٿيڻ. ٽڙپوڻ- پليت ٿيڻ.

مٿو وڃڻ: سِرُ وڃڻ.گم ٿيڻ.رُلي وڃڻ.نقصان پهچڻ.آزار ۾ پوڻ.

مٿو هڻڻ: ڪوشش ڪرڻ. مغز کپائڻ. بحث ڪرڻ. سمجهائڻ. اجايو ڳالهائڻ.

مٿي اُگهاڙو: ص.بيحيا- بيشرم.رُولو.بي ننگو.لونيو.

مَٿي تي ٽَڙا ڏيڻ: بي عزتو ڪري روانو ڪرڻ- لوڏي ڪڍڻ. خالي هٿين واپس ڪرڻ.

مَٿي تي نِڪر پڃڻ: بهتان اچڻ- بيگناهه الزام لڳڻ.

مٿي تي چاڙهڻ: گستاخ ڪرڻ- حجتي ڪرڻ.دادلو ڪرڻ.

مٿي تي کڻڻ: پاڻ تي هموار ڪرڻ. ذميواري قبول ڪرڻ. برداشت ڪرڻ.

مَٿي تي مُنڊ ٻَڌڻ: شاديءَ جا موڙ ٻڌڻ- گهوٽ ٿيڻ.

**مَٿي تي هٿ رکڻ:** همدردي ڪرڻ. دلاسو ڏيڻ. ڳٽي ۾ ٻنجي وجڻ.

**مَٿي جو سُور:** ص. گهڻن ڳالهائو - بڪواسي. بيوقوف. جاهل.

**مَٿي جو موڙ:** ص. دلگهريو - پيارو. مانائتو.

**مَٿي جي پَرِي:** ث. سونپيل ڪم - ذميواري. وڏو آزار - هَڇا.

**مَٿي ڇاڻهَ ڪرڻ:** عارضي ڇپر اڏي اجهو وٺڻ. (عورت جو) مڙس ڪرڻ.

**مَٿي ڦرِيَل:** ص. ڀُورالو - سودائي. چريو.

**مَٿي کَنهڻ جي فرصت نه هئڻ:** تمام گهڻو مصروف هئڻ - بلڪل واندڪائي نه هئڻ.

**مَٿي کي وِهاڻو ڏيڻ:** بي فڪر ٿيڻ - بنا ڪنهن اوسيئڙي جي ويهڻ.

**مَٿي مان مُڄ ڪڍڻ:** ڏاڍي مار ڏيڻ.

**مَٿي مان واءُ ڪڍڻ:** مغروري ڪڍي ڇڏڻ.

**مَٿي ۾ اُٺ ويهڻ:** بي عقل ٿيڻ. هوڏ تان نه لهڻ.

**مٿي ميرو:** ص. غسل ڪان سواءِ - ناپاڪ - پليت. (ث. مٿي ميري).

**مَٿي:**[1] ظ. مَٿ تي - مٿيرو. مٿانهون - مٿيون. بالا. اوچو - اعليٰ. بلند. گهڻو - زياده - وڌيڪ.

**مٿي چڙهڻ:** بلنديءَ تي وڃڻ. وڏو عهدو ملڻ. ڦونڊ ۾ پرڄڻ.

**مٿيا:** ذ (سن) ڪوڙ - دروغ - من گهڙت ڳالهه.

**مَٿيرُ:** ص. وڏي مٿي وارو. بهادر - سورهيه. سردار - اڳوان. وڏي رتبي وارو.

**مَٿيُون:** ظ. مٿان وارو. اُتاهون - بلند. وڌيڪ.

**مَٿيون پُڙ هئڻ:** ڪنهن ڳالهه ۾ نه هئڻ.

**مَٿئين اکرين:** ظ. بي دليو - مٿاڇرو - سرسري.

**مَٽَ، مَٽ:** ث. بَدل - تبديلي.

**مَٽُ:** ظ. برابر - جيڏو. مِثل. هڪجهڙو. هڪجيترو. جوڙ جيس ثاني.

**مَٽ هجڻ:** برابر هجڻ. ثاني هجڻ. نهڪي اچڻ.

**مَٽُ:** ذ. پاڻي رکڻ لاءِ نڪر يا ٽامي وغيره جو نهيل وڏو ٿانءُ.

**مٽَ، مٽُ:** ث. ڳل - رخسار.

**مٽُون ڦوڪڻ:** ڳل سڄائڻ - ڪاوڙجڻ.

**مٽر:** ص. ٿلهين مٽن وارو - ڳٽر.

**مِٽُ:** ذ (سن: مِتر) مائٽ - عزيز - رشتيدار - سڱيتو. دوست. (ص) پنهنجو - ويجهو - سڳو.

**مٽُ ڪرڻ:** عزيز بنائڻ. پيارو ڪرڻ.

**مِٽَ هئڻ:** وڏا ڳر نه هئڻ - لپوڙا هئڻ.

**مُٽُ (مُتر):** ذ (سن. مُوتر) پيشاب - ناڙا ڇوڙ - ريلو.

**مُٽ اورانگهڻ:** (طنز) جرئت ٿيڻ.

**مُٽ مُتڻ:** ڊپ کان پيشاب نڪرڻ. ڊڄڻ - خوف کائڻ. ڪَن هڻڻ.

**مُٽ ۾ ماڻدائي وجهڻ:** بيفائدو بحث ڪرڻ. ڪم بگاڙڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**مُٽ مُٽ:** ث. برسات جي بُوند بوند - ڦڙو ڦُڙو.

**مَٽا:** ث. مَٽ - بدل - عيوض.

**مَٽا سَٽا:** ث. بدل سدل - واري ڦيري. ڏي وٺ.

**مٽا سٽا ڪرڻ:** بدل سدل ڪرڻ - هڪڙي شيءِ ڏيئي ٻي وٺڻ.

**مُٽاڪو:** ذ. چوپائي مال جو اولڙ گاهه.

**مُٽاڪِرو:** ص. ذري ذري مُتندڙ - مُتو.

**مَٽالو:** ذ. مَٽ - مَٽا - بدل.

**مُٽانگو:** ذ. مُٽهاٺو. وچاٺو. مٿانو.

**مَٽاءُ:** ذ. مَٽائڻ جي حالت - مَٽا - مَٽ.

**مَٽاءُ سَٽاءُ:** ذ. وارڦير - بدل سدل - مَٽاسَٽا.

**مَٽائڻُ:** م. بدلائڻ - مٽاسٽا ڪرڻ. پيچائڻ (رپيو).

**مَٽائي وٺڻ:** بدلائي وٺڻ. ريزگاري وٺڻ.

**مٽائڻُ:** ڊاهڻ. تباهه ڪرڻ. ميسارڻ. نابود ڪرڻ.

**مُٽائَڻُ:** م. پيشاب ڪرائڻ (ٻار يا بيمار کي)

**مَٽجَڻُ:** م. بدلجڻ. تبديل ٿيڻ. ڪاوڙجڻ. ضد ڪرڻ. رپيو کليو ٿيڻ (ريزگاري ٿيڻ).

**مٽجَڻُ:** م. ڊهڻ. تباهه ٿيڻ. ميسارجڻ.

**مَٽجي بيهڻ:** مچر جي بيهڻ. ڪاوڙجي بيهڻ. هوڏ ڪرڻ. فساد ڪرڻ - دنگو ڪرڻ.

**مَٽَرَ:** ذ. اناج جو هڪ قسم (جنهن جي وَلِ ٿئي ٿي ۽ ان جي ڦرين ۾ داڻا ٿين. جن کي ڏري دال ناهين).

**مَٽَر پچڻ:** اوکو ڪم ٿيڻ. آزار ۾ ڦاسڻ.

**مَٽَرُ:** ذ. هڪ قسم جي اناج جو داڻو. چؤپائي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جي چڙي.

**مَٽرو:** ص. ڦرتي نه مڙندڙ چؤپائي - ڪَٽر.

**مَٽري:** ث. مٽرن جون ڦريون - ڏڏڙي. ڪريل ڪٽڪ. چڙي.

**مٽَڪُ:** ذ. شيءِ - وٿ. نازواري هلتي.

**مَٽڪَڻُ:** م. نازسان هلڻ - لاڏسان هلڻ.

**مَٽڪو:** ذ. ننڍو مَٽُ.

**مُٽَڪو:** ذ. ڪاغذن جو بنڊل. (ص) ٻُٽ ۾ پريل - متارو. ٿلهو ٻَٿر.

**مَتَڻُ:** ث. لاٽ- تخفيف (حساب ۾). حسابن جو هڪ سلسلو.

**مَتَڻُ:** م. لنگهڻ- گذرڻ- لنگهي وڃڻ- اُڪرڻ. بدلڻ- ڪُنيو ڪرڻ (ريبو). ڪاوڙجڻ- چڙڻ.

**مَتي وڃڻ:** لنگهي وڃڻ- گذري وڃڻ.

**مَتَڻُ:** م. ڊهڻ. ميسارجڻ. تباهه ٿيڻ. ڦٽڻ.

**مُتَڻُ:** م. پيشاب ڪرڻ- ريلو ڪرڻ.

**مُتي ڇڏڻ:** ڪم خراب ڪرڻ- ڪم ڦٽائڻ.

**مُتي ڏيڻ:** ڊڄي وڃڻ- بزدل ٿيڻ. ارادي تان ڪري پوڻ.

**مُتُو:** ص. ذري ذري پيشاب ڪندڙ. ڊڄڻو- بزدل. (ث. مُتي).

**مِتو:** ذ. ٻِگل- مِٽَ.

**مِتا ڦوڪ ڪرڻ:** ڪاوڙجڻ. پاسيرو رهڻ.

**مُتُو:** ذ. ٻيڪو (بندل. رقم. مُلهه). ڪاغذ جو ٿهو. ٺيڪو- مقاطعو.

**مُتيدارُ:** ص. مقاطعيدار- ٺيڪيدار- اجاريدار.

**مَتي:** ث. ٺنڊو مَٺُ. درگاهه يا مڪان تي رکيل مَٺُ.

**مَتي سائي ڪرڻ:** مَتيءَ ۾ پاٽي پِرڻ.

**مِٽي:** ث. خاڪ- ڌوڙ. رڪ. زمين- ڌرتي. خمير- سرشت. مائٽي- عزازت. سڱ سڱاوتي.

**مِٽيءَ پيڙو ڪرڻ:** قبر داخل ڪرڻ- دفن ڪرڻ.

**مِٽي ٿيڻ:** خاڪ ٿيڻ. ڌوڙ ٿيڻ. برباد ٿيڻ.

**مِٽي پليت ڪرڻ:** ڪارڻ. خراب ڪرڻ. بدنام ڪرڻ. دين دنيا ڪان وڃائڻ.

**مِٽيءَ پنوڙو هئڻ:** موت لکيل هئڻ- قبر جي جاءِ هئڻ.

**مِٽيءَ جو پُتلو:** ذ. انسان- ماڻهو- بشر. (ص) خاڪي- فاني.

**مِٽيءَ جو ماڌُو:** جنهن جي هلندي پڄندي نه هجي- بي پهچ.

**مِٽيءَ جو ماڻهو:** ص. نڪمو- بيڪار. سُست- ڪاهل. ڪين جهڙو.

**مِٽي چاڙهڻ:** تولهه ڪرڻ- بدن جو ماس وڌڻ.

**مِٽي ڪرڻ:** ڌوڙ ڪرڻ. ڦٽائڻ- تباهه ڪرڻ. ساڙي رک ڪرڻ.

**مِٽي مردار ٿيڻ:** خوار خراب ٿيڻ. دربدر ٿيڻ. بدنام ٿيڻ.

**مِٽيءَ ۾ ملائڻ:** ث. برباد ڪرڻ- تباهه ڪرڻ. دفن ڪرڻ.

**مَٽياري:** اسم خاص. پٽ شاهه لڳ هڪ شهر ۽ ضلعو.

**مِٽي مائٽي:** ث. عزازت- رشتيداري. سڱاوتي.

**مِٽي ڪَٽَ:** ث. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**مَٺُ:** ذ. خام ڌاتو- ڪچو ڌاتو. سون چانديءَ ۾ پيل ٽامو وغيره- ڦيٽ- جوڙو. ميل- ڪَس. جهوپڙي. هندو فقيرن جي جهوپڙي- مڙهي. ڌرمي اسڪول- پاٺشالا.

**مَٺ ڌاري:** ذ. مڙهيءَ جي سنڀال ڪندڙ- باٻو.

**مَٺ گهرائي:** ث. بدنيتي- بدظني- چاوت- وير.

**مَٺ گهرو:** ذ. بدخواه- بُرائي چاهيندڙ- بدنيت. (ث. مٺ گهري).

**مِٺ:** ث. مٺاڻ- شيريني. مٺاڻ جو احساس.

**مِٺ زبانو:** ص. مٺڙو ڳالهائيندڙ- شيرين گفتار.

**مِٺ لُونو:** ص. گهٽ لوڻ وارو- قدري ڦڪو.

**مِٺ محبت:** ث. قرب- پيار. پيار وارو سلوڪ.

**مُٺ:** ث. مُڪ- مُشت. پيڙيل هٿ. هڪ هٿ ۾ آيل اناج وغيره. مُٺ ۾ آيل گاهه جو مُڇو. هٿيو- دستو- ڳِنُ.

**مُٺ ڀَر:** ص. مُٺ جيترو- لَپ ڪن. ٿورو.. ڪجهه.

**مُٺ پيڙ:** ص. ڪنجوس- شوم- مرڇوٽ.

**مُٺ پيڙڻ:** ڪنجوسي ڪرڻ.

**مُٺ ڏيڻ:** اٽي کي چڱيءَ طرح ڳوهڻ. پچڻ- ڊوڙڻ.

**مُٺ هڻڻ:** مشتزني ڪرڻ.

**مُٺ ۾ اچڻ:** قابو ٿيڻ- وس ۾ اچڻ. قبضي ۾ اچڻ.

**مُٺ ۾ هُئڻ:** ضابطي هيٺ هئڻ. هٿ ۾ هجڻ.

**مُٺ وجهڻ:** ٻج جي لَپ لَپ وجهڻ (پوک ۾)- ٻج ڇٽڻ.

**مُٺيون پري ڏيڻ:** فراخدليءَ سان ڏيڻ. سخاوت ڪرڻ بي حساب ڏيڻ.

**مُٺيون پيڙي پڄڻ:** هڪدم ڊوڙ پائڻ- بنا سوچ ويچار جي تکو ڊوڙڻ.

**مُٺيون مارڻ:** ڏک ۾ اندرئي اندر روئڻ.

**مَٺارڻ:** م. مانو ڪرڻ- نرم ڪرڻ (لوهه)- ٽپڻ.

**مٺاس:** ذ. مٺورس- مٺاڻ- ميناج.

**مَٺاڻ:** ث. مَٺائي. ڪمي- گهٽتائي. ڪمزوري- ضعيفائي.

**مِٺاڻ، مٺاڻُ:** ذ. ميناج- شيريني- حلاوت. مٺو سواد. کنڊ ڳڙ وغيره جي مٺائي.

**مٺاڄڻُ:** م. مٺاڻ جو سواد ڏيڻ. مٺاڻ تي هري پوڻ. هرڻ.

**مٺائڻ:** م. مٺو ٿيڻ- شيرين ٿيڻ. مٺو لڳڻ.

**مَٺائي:** ث. خرابي. بَدي. طاقت جي گهٽتائي.

**مٺائي:** ث. حلوائيءَ جون ناهيل مٺيون شيون (حلوو. لڏون. مائو وغيره).

**مٺائي ورهائڻ:** اميد پوري ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ ڪا مٺي شيءِ تقسيم ڪرڻ.

**منڙو:** ص.مِنو- شيرين.پيارو.دل گهريو.(ث.مِنڙي).

**منڙي:** ث.مِني- چِمي.جوئر جو هڪ قسم.

**مُنڙيو:** ذ.مِتي.اٽي.چيٽي.رڌل ساڳ وغيره جو پيڙو.

**مُنڙيون:** ث.ٽڪ لاهڻ لاءِ جسم تي آهستي آهستي هنيل مُڪڙيون.

**منل:** ص.دلبر- جاني- پرين- پيارو.

**منڻُ:** ص.منڙو- پيارو- ڀولڻ.

**مَنو:** ص.ڪچو- خام.خراب- بُرو.ڪوٽو- ڪُوڙو (ڏاتو.سِڪو وغيره).قيمت پيل سونُ.(ث.مَني).

**مَنو ٿيڻ:** ڪسوٽيڻ.ڊروٽيڻ.نقصان ٿيڻ.

**مَنو گهرڻُ:** گهٽ پائڻ.ڏڪارڻ.بد خواهي ڪرڻ.

**مِنو:** ص.شيرين.لذيذ.(ث.مِني).

**مِنو ٻولڻ:** وتندڙ گفتگو ڪرڻ.محبت سان ڳالهائڻ.

**مِنو پَٽُ:** ذ.ڳڙ يا کنڊ جي چاش ۾ رڌل پٽ- ٽهري.

**مِنو تيلُ:** ذ.سرنهن جو تيل.

**مِنو مُنهن ڪرائڻ:** منائي ڪارائڻ.رشوت ڏيڻ.

**مِنُو:** ذ.طوطو- چٽون.(ص) شيرين گفتار- مِنو ٻوليندڙ. پيارو-دلبر.

**مُنو:** ص.مُنڊل- موڙهل.اڙيو- ڦٿو.ورتل- ڪڪ- بيزار.خني. مصيبت ۾ پيل.ڏکارو.ندورو- نڀڳو.(ث.مُني).

**مِني:** ث.چِمي- سَڪَر.(ص) ڏاٽي ۾ منڻ واري.

**مِني چوڙ ڏيڻ:** چڱي طرح هندائڻ (ڪپڙو).

**مِني چُري:** ث.ظاهر ۾ دوست پر اندر ۾ دشمن.

**مِني زبان:** ص.خوش بيان- خوش گفتار.

**مِني ڪاني:** ث.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر- مُليٺي.

**مُني:** ث.وهٽ جي تنگ جو اڳئين مُريي ۽ سَنب جي وچ وارو ڀاڱو.

**مَنيان:** ث.ڪاوڙ- چڙ- غصو.خار.سُوگ.بچان- ڏکار

**مَنيان لڳڻ:** ڪاوڙ لڳڻ.چڙڻ.بُچان ٿيڻ.

**منيرڙو:** ص.ٿورو منو- منان تي مائل.

**مُنيس:** حرف ندا.عورتن جو افسوس وارو لفظ- الاڙي!- هاءِ هاءِ!-گهوڙا!

**مُنيو:** ذ.ڪنهن اوزار جو مُٺ ۾ جهلڻ وارو حصو- هٿيو- ڳن- دستو.جنڊ جو هٿيو.هَر جو هٿيو.چيتي.متي وغيره جو هٿ ۾ اچڻ جهڙو پنوڙو- مُنڙيو.

**مثالُ:** ذ(ع) نظير- تمثيل.مشابهت.نمونو.ڪهاوت- چوتي.

**مثال ڏيڻ:** تمثيل ڏيڻ.مشابهت ظاهر ڪرڻ.

**مثالي:** ص.نموني جهڙو.مانند.مثال وارو.

**مَثانو:** ذ(ع) جسم جو هڪ حصو- نهائين- مُتانگو.

**مُثبت:** ص(ع) جنهن ۾ انڪار نہ هجي.جنهن ۾ ڪم جو ٿيڻ هجي. تصديق ڪيل- لکيل.مقرر ٿيل.ثابت ٿيل.

**مُثبت نشاني:** ث.آلجبرا جي اصطلاح ۾ جوڙ (+) جي نشاني.

**مثقال:** ذ(ع) تور جو هڪ وزن- ساڍا چار ماسا (طب ۾).

**مثل:** ذ(ع؛مَثَل) چوتي- پهاڪو.نقل.

**مثل:** ظ(ع) جهڙو- جيئن- وانگيان- مانند.مشابہ.

**مثلاً:** ظ(ع) جيئن تہ- جهڙيءَ طرح- مثال طور.

**مُثلث:** ذ(ع) ٽ ڪندو- هشت پهلو.ٽن مصراعن وارو بند.

**مُثَمّن:** ذ(ع) اٺ ڪندو.علم عروض ۾ اٺن رُڪنن وارو وزن.

**مُثَنيٰ:** ص(ع) ٻيتو- ٻٽو- ٻہ ٽڪر.(ث) نقل.ٻيو نقل.

**مَثنوي:** ث(ع) خاص وزن واري طويل نظم جو هڪ قسم (جنهن جي هر شعر جو قافيو جدا ٿئي.مثنوي عام طور ستن بحرن ۾ چئي وئي آهي).

**مَثنوي رُومي:** اسم خاص.مولانا جلال الدين رُوميءَ جي لکيل مثنوي (جيڪ تمام گهڻو مشهور آهي).

**مَڄُ:** ذ.وَجهہ- داءُ- موقعو.ٻنو.حيلو.

**مجاجُ:** ذ.مجازي عشق- مَجازُ.

**مُجادَلو:** ذ(ع) ٽڙائي- جنگ.جهيڙو- تڪرار.

**مَجاز:** ص(ع) اختيار ڏنل- جائز.

**مَجازُ:** ذ(ع) جنهن جي اصليت نہ هجي.حقيقت جي اُبتڙ.حقيقتي ڪان سواءِ استعمال ڪيل ٻي معنيٰ (جيئن اک اصل ۾ چشم آهي، پر مجازي معنيٰ نظر.دور انديشي وغيره).

**مجاز جي چوٽ لڳڻ:** ڪنهن جي محبت ۾ گرفتار ٿيڻ- نينهن جو نشو چڙهڻ.

**مَجازاً:** ظ(ع) فرض ڪري ورتل.قانوناً.

**مَجازي:** ص(ع) فرضي- غير حقيقي.مصنوعي- بناوتي.

**مَجازي خُدا:** مُڙس- ڪانڌ-گهر وارو.

**مَجازي عشق:** ذ.غير حقيقي عشق- سُهڻي صورت سان عشق- دنياوي عشق.

**مجازُ:** ذ.مزاج- خاصيت.وڏائي.نخرو.

**مجازيائي:** ص.مَجازي محبت واري اک

**مَجالَ:** ث(ع) طاقت- وس- اختيار.پهچ- رسائي- پڄندي.

**مجال نہ هئڻ:** طاقت نہ هئڻ- پهچ نہ هئڻ- بي اختيار هئڻ.

**مَجالس:** ث(ع) 'مجلس' جو جمع- مجلسون.

**مُجامعَت:** ث(ع) جماع- همبستري.

**مُجاوِرُ:** ذ(ع.مجاوِر) ڪنهن درگاه يا مزار جو سنڀاليندڙ، ٻهاري وغيره ڪندڙ.

**مُجاهِدُ:** ذ(ع) ڪوشش ڪندڙ. ڪافرن سان جهاد ڪندڙ.

**مُجاهِدو:** ذ(ع) ڪوشش. رياضت- نفس ڪُشي. ڪافرن سان لڙائي- جهاد.

**مُجاهِدين:** ذ(ع) 'مجاهد' جو جمع.

**مَجبُور:** ص(ع) لاچار- بيوس- عاجز.

**مَجبُور ڪرڻ:** ظ.لاچار ڪرڻ- بيوس ڪرڻ.ستائڻ- تنگ ڪرڻ.

**مجبُوراً:** ظ.لاچاري حالت ۾- بيوسيءَ ۾.

**مَجبُوري:** ث.عاجزي.بيوسي- لاچاري.

**مُجتَبيٰ:** ص(ع) برگزيدو- ڏٺيل- پسنديده.

**مُجتَمع:** ص(ع) گڏ ٿيل- جمع ٿيل.

**مُجتَنب:** ص(ع) پرهيز ڪندڙ- پري رهندڙ.

**مُجتَهِد:** ص(ع) ڪوشش ڪندڙ- جدوجهد ڪندڙ. صحيح راه پيدا ڪندڙ. منڪرن سان جهاد ڪندڙ. ڪتاب الاهيءَ سُنت جي حوالن سان مذهبي مسئلا فيصلا ڪندڙ. (ذ) 'شيعن' جو فقيهه

**مُجَدَّد:** ص(ع) نئين سر پيدا ڪيل- نئون ڪيل.نئون- جديد.

**مُجدد:** ص(ع) تجديد ڪندڙ- پراڻي کي نئون ڪندڙ.

**مَجذوبُ:** ص(ع) جذب ڪيل- ڇڪيل. خدا جي محبت ۾ غرق. مست.بيهوش. چريو.

**مَجذُوبيَت:** ث.ديوانگي- مَستي- دنيا کان لاتعلقي.

**مُجرا:** ص(ع) جاري ڪيل. وهندڙ. حساب ۾ آندل. (ذ) ادائگي (رقم جي).

**مُجرا ڏيڻ:** حساب ۾ لڳائڻ.ادائگي ڪرڻ.

**مُجرائي:** ث.ادائگي(رقم جي).

**مُجرائي ڏيڻ:** ڇوٽ ڏيڻ.رهيل رقم جو حساب ڏيڻ.

**مُجرَب:** ص(ع) تجربو ڪيل- آزمايل- ڪارگر- مؤثر- اثرائتو.

**مُجرَد:** ص(ع) اڪيلو- ڇڙو. ڪنوارو.آزاد. تارڪ الدنيا.

**مُجرَدات:** ذ(ع) غير جسماني وجود- روح- فرشتا.

**مُجرمِ:** ص(ع) ڏوهاري- قصوروار- گنهگار- ڏوهي.

**مُجرو:** ذ(ع) ادب سان سلام. ناچ گاني جي محفل. ناچ گانو. (ذ) (سنڌي) انعام. شاباس. (سنڌي اصطلاح) مجرو اٿئي= شاباس اٿئي! واه واه سَر سي ڪئي اٿئي.

**مجرو پرڻ:** سلام پرڻ.محفل ۾ ناچ ڪرڻ.

**مجرو ڏيڻ:** آفرين چوڻ- واهواه ڪرڻ.

**مَجروحُ:** ص(ع) زخمي- گهايل- ڦٽيل.

**مَجروحُ ٿيڻ:** گهائجڻ- ڦٽجڻ.دل ڪڇڻ.

**مُجَسمِ:** ص(ع) جسم وارو.ڳرو.ٿلهو.

**مُجَسمِ اخلاق:** ص.تمام وڏي اخلاق وارو.

**مُجَسمو:** ذ(ع) بُت- بوتو- صنم.بدن- جسم.

**مُجسمي سازي:** ث.بُتن، مورتيون ٺاهڻ جو فن.

**مُجَلا:** ص(ع) چمڪايل- صاف ڪيل.

**مُجَلد:** ص(ع) جِلد چڙهيل.

**مَجلس:** ث(ع) ويهڻ جي جاءِ- بينڪ. ڪچهري. بزم- سڀا. ڪائونسل. ڪانفرنس. شهداءِ ڪربلا جي ماتم جي مجلس.

**مجلس انتظامي:** ث. انتظام ڪندڙ ڪائونسل- ايگزيڪيٽو ڪائونسل.

**مجلس جو مور:** ص.ڪچهريءَ جو سردار.قابل- ڏاهو.

**مجلس خانو، مجلس گاهه:** ذ. امام حسين ع جي ماتم جي مجلسن وارو هنڌ.ديوان عام- دربار.

**مَجلس شُوريٰ:** ث.انتظام لاءِ صلاح مصلحت ڪندڙ جماعت.

**مجلس عامله:** ذ.ورڪنگ ڪاميٽي.

**مجلس ڪرڻ:** رهاڻ ڪرڻ- ڪچهري ڪرڻ. دعوت ڪرڻ. محفل ڪرڻ.

**مجلس مچڻ:** رهاڻ ۾ رس ٿيڻ- محفل گرم ٿيڻ.

**مَجلسي:** ص.صحبتي. ڪچهريءَ ۾ ويهندڙ- ساٿاري

**مَجمَعُ:** ذ(ع) انبوه- ڀيڙ- هجوم.

**مُجمَل:** ص(ع) مجموعي طور.اختصار- تَتُ.

**مَجموعُو:** ذ(ع) ذخيرو. ڪُليات.ميڙ- هجوم.

**مَجموُعي:** ص.جملي- سڀ.

**مَجنُون:** ص(ع) چريو- ديوانو.عاشق.

**مُجوزَ:** ص(ع) تجويز ڪندڙ.جائز ڪندڙ.

**مُجَوزه:** ص(ع) تجويز ڪيل- رٿيل.

**مَجُوسُ:** ذ(ع) آتش پرست- گبر- زردشت جو پوئلڳ.

**مَجُوسيَ:** ص.آتش پرست- گبر- مجوس.بدنيت- بد خواه.

**مُجَوَفَ:** ص(ع) اندران خالي- پورو- ڪوڪلو.

**مَجوني:** ص.شوخ- بيهودو.

**مَجهُولُ:** ص (ع) اڻ ڄاتل- غيرمعروف. سُست. ڪاهل-

نڪمو. بيوقوف. گرامر ۾ ضمير جو هڪ قسم.

**مَجهُول النسب:** جنهن جي حسب نسب ۾ شڪ هجي.

**مُجِيبُ:** ص (ع) سڏ اونائيندڙ. قبول ڪندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مُجِيبُ الدعوات:** ذ. دعائون يا عرض قبول ڪندڙ- خدا تعاليٰ.

**مِجيجَ:** ث. واقفيت- شناسائي. ڄاڻ- پروڙ- سماءُ.

**مِجيجي:** ص. ننڍي هوندي کان واقف. عيبن ثوابن کان واقف. گهائل مائل. حال پائي. حال محرم- رازدار.

**مَجيدُ:** ص (ع) بزرگ. برڪت وارو. سگهورو. اُتم- عالي.

**مُجيري:** ص (ع: مُجِير) زمين جو مالڪ. ناريا هرلي جو ڏتي. زميندار.

**مِڃَ:** ث. مغز- ميڃالو.

**مَڃو:** ص. آرسي- ٺوٺي. ڪم چور. زال جو مطيع- زن مريد. گيدي- بي همٿ.

**مَڃُوڙو:** ص. منجهيل. موڙهل. حيران پريشان.

**مَجهانڊڙو:** ذ. هڪ قسم جو وَڻ.

**مَجُهوڙُو:** ص. مُوڙهل- حيران پريشان.

**مَڃَ (ث)، مُڃُ:** ذ. سر جي ڪاڻ جون ڪَلون (جن کي ڪٽي سٽي واڻ ناهجي). گاهه جو هڪ قسم. مڃي پلي جي سنهن ڪنڊن وارو حصو.

**مُڃَ ڪرڻ:** ذريون ذريون ڪرڻ. ماري ڪُٽي ناس ڪرڻ.

**مَڃائڻُ:** م. قبول ڪرائڻ- هائو ڪار ڪرائڻ.

**مڃائي ڇڏڻ:** قبول ڪرائڻ. مطيع ڪرڻ.

**مَڃتا:** ث. مڃڻ جي حالت. قبوليت. اقرار. اعتقاد. فرمانبرداري. اطاعت.

**مَڃتا نہ هئڻ:** بيقدري هئڻ.

**مَڃتُو:** ص. چيو مڃيندڙ- تابعدار. اقراري. طرفدار. پوئلڳ.

**مَڃُڻَ:** ث. هڪ قسم جو پسار ڪووڪر.

**مَڃَرُ:** ذ. ڪَنڊيون جو ٻُور يا گُل.

**مَڃُري:** ث. ٿلسي ٻوٽي جو گُل.

**مَڃَڻُ:** م. قبولڻ. قبول ڪرڻ. ٻاسڻ- اقرار ڪرڻ. وسهڻ- اعتبار ڪرڻ. اطاعت ڪرڻ. تسليم ڪرڻ. قائل ٿيڻ. راضي ٿيڻ. تابع ٿيڻ. اعتقاد رکڻ. بجا آڻڻ (حڪم).

**مَڃڻ جوڳو:** ص. قابل اعتبار.

**مَڃُ:** ذ. وڏي ٻاهه- گهڻي ٻاهه. پيڙ ڪري ٻرندڙ وڏي ٻاهه. ٻاهه جو آڙاهه.

**مَڃ لڳڻ:** ڪاوڙ اچڻ- جوش اچڻ.

**مَڃُ مچائڻ:** وڏي ٻاهه ٻارڻ.

**مَڃ ۾ پوڻ:** ٻاهه ۾ پوڻ. تڪليف ۾ اچڻ.

**مُڃُ:** ذ. مُنهن ۾ آيل گهه وغيره جو انداز- مُڃو. ٿوري انداز ۾ ماتهن جو ميڙ. مُنهن ۾ آيل وارن جي چڳ.

**مَڇائڻُ:** م. ٻرپ ڪرڻ. وڌائڻ- زور وٺائڻ. رچائڻ. ڀڙڪائڻ. ڏڪائڻ- ٻارڻ (ٻاهه).

**مُڇُرڪو، مُڇُلڪو:** ذ (ترڪي) جوابدار طرفان ڪنهن ڪم نہ ڪرڻ جو اقرار نامو. قبوليت. ٿورن ماتهن جو ميڙ.

**مُچرڪو هڻائڻ:** ضمانت وٺڻ- قبوليت وٺڻ.

**مِچڪائڻ:** م. چنبڻ (اکيون). جلدي جلدي اکيون چنبڻ. هلائڻ (وات). کائڻ وقت وات مان مچ مچ جو آواز ڪڍڻ. آهستي آهستي کائڻ.

**مِچَڪڻُ:** م. آهستي آهستي روئڻ. چنبڻ (اکيون).

**مَچڪو:** ذ. وات کي ڏنل موڙو- چپو مُنهن.

**مَچلائڻ:** م. مچلو ڪرڻ- دادلائڻ. گستاخ ڪرڻ. هيرائڻ. سرچائڻ- پرچائڻ.

**مَچِلائي:** ث. چِنولائي. گستاخي- بيحيائي.

**مَچلائيون ڪرڻ:** نازنخرا ڪرڻ. حرڪتون ڪرڻ.

**مَچِلُو:** ص. انگلي- نخريلو. لاڏلو. ريجالو. چِلولو.

**مَچَڻُ:** م. وڌڻ. ٿلهو ٿيڻ. ڀڙڪڻ- ڏڳڻ. ڏکڻ (ٻاهه). جوش کائڻ.

**مَچِي مڙس ٿيڻ:** بالغ ٿيڻ- جوان ٿيڻ. پنهنجيءَ وارو ٿيڻ.

**مَچي مَڪڙ ٿيڻ:** ٻت ۾ ڀرجڻ- ٿلهو ٿيڻ.

**مُچو:** ذ. ٿنڊڻ يا وارن جو مُڇ. مُنهن ۾ آيل سنڌ جو ويڙهو.

**مُچِي:** ث. ماتهن جو ميڙ. ٻيلهاڙي راند ۾ ليڪي وٽ رانديگرن جو بيٺل ٽولو.

**مُچي ٻڌڻ:** الڳ الڳ ٿيڻ- نفاق پوڻ. زور ٺٺڻ.

**مَڇُ:** ذ. وڏي مَڇي.

**مَڇ مارڻ:** وڏو فند وهٽ ڪرڻ.

**مِڇُ:** ذ. مٿئين چَپ جا وار- شهپر.

**مُڇ چُوپ:** ص. ڪنجوس- بخيل- شوم.

**مُڇ ڏيڻ:** انجام ڪرڻ- وچن ڏيڻ- ٻول ڪرڻ.

**مُڇر:** ص. وڏين مُڇن وارو.

**مُڇ سَئيي ڪرڻ:** مُنڊ ٺوٺي رهڻ.

**مُڇون مرڪائڻ:** سَدَ ڪرڻ. خوشي ظاهر ڪرڻ.

**مُڇ مَروڙڻ:** مغروري ڏيکارڻ- ڦونڊ ڪرڻ.

**مُڇ نہ ڇندڻ:** پرواهہ ڪرڻ- ڪان نہ ڪڍڻ.

**مُڇون وٺڻ:** فخر ڪرڻ.

**مُڇائڻُ:** م. ڪپائڻ- وڍائڻ. وڍي ڌار ڪرڻ. مُڇو ڏيڻ.

**مَڇڏَ:** ص. نه چڏيندڙ. ثابت قدم. اٽل.

**مَڇَرُ:** ذ. هڪ قسم جو مشهور اڏامندڙ جيت (جيڪو ماڻهن ۽ جانورن جو رت پيئي. مڇر جي چڪ مان مليريا ٿئي).

**مَڇرداني:** ث. مڇرن کان بچاءَ لاءِ چاري- مهاري.

**مَڇرجَڻُ، مَڇرڻُ:** م. سخت ڪاوڙ ۾ اچڻ. ڪاوڙ ۾ هوش وڃائڻ. ضد تي چڙهڻ.

**مَڇر مَهو:** ذ. مَڇر ۽ ڪٽ. جيت جڻيو.

**مَڇڙو:** ذ. مڇي- ڪرڙي- مَڇلي.

**مَڇلي:** ث. سنهي مڇي. ڳه جي جهالر ۾ لڳل مڇيءَ جهڙو ذرو. نا چو عورت. رنڊي- فاحشہ.

**مَڇَندَر:** ص. اناڙي- بيوقوف- مورک. لُچ- حرڪتي- شرارتي.

**مَڇَندَرناٿُ:** اسم خاص. هڪ مشهور گُروءَ جو نالو (جيڪو گورکناٿ جو گُرو هو).

**مَڇَنُ:** ظ. متان.

**مَڇَنُ:** م. ڪانيءَ وغيره کي وَڍڻ- ڪپڻ. وڍڻ جو سنڌو وجهڻ- ٽڪو ڏيڻ. ٿلهي ڪانيءَ کي چِلَ ڏيڻ.

**مُڇو:** د. ڪانيءَ جو وڍيل ٽڪر. وڻ ۾ ڏنل وڍ جو نشان. ڪَپ- ٽڪو.

**مُڇو ڏيڻ:** وڍي جدا ڪرڻ. وَڍ جو نشان ڏيڻ- ڪَپُ ڪرڻ.

**مُڇُو:** ص. وڏين مُڇن وارو.

**مُڇون:** ث. شهپر.

**مَڇُونو، مُڇُنُو:** ذ. هڪ قسم جي ننڍي ٻيڙي (وڻ جي يڪي ڌار مان ٺهيل. جنهن ۾ فقط هڪ يا ٻه ماڻهو ويهي سگهن).

**مَڇي:** ث. مشهور آبي ساهوارو- ماهي.

**مَڇي بازار:** ث. مڇي وڪامڻ جو هنڌ. گوڙ گهمسان- ڏمچر.

**مَڇي مار:** ص. مڇيون جهليندڙ- ماهيگير.

**مڇي ماني:** ث. خوشحالي- آسودگي.

**مڇيءَ مان ڪندا ڪڍڻ:** عيب جوئي ڪرڻ. وڌون ڪڍڻ. اوتايون بيان ڪرڻ.

**مُڇي:** ث. گهوڙي جو هڪ سنج (چم جي وڍي يا سٽ جو ڏورو جيڪو لغام ۾ ٻڌ جي) - سَرواڳ.

**مُڇيرو:** ص. وڏين مُڇن وارو- مُڇُر.

**مَڇي ڪَنڊڙو:** ذ. پيرت يا ٽوپي جو هڪ نمونو.

**مُحابو:** ذ(ع) رعايت. مروت- لحاظ. طرفداري- حمايت.

**مَحاذُ:** ظ(ع. مَحاذ) سامهون- مقابل.

**محاذ آرائي:** ث. مقابلو- جنگ- ويڙهه.

**محاذ جنگ:** ذ. لڙائيءَ جو ميدان.

**مُحاسِبُ:** ص(ع) حساب وٺندڙ- جاچ ڪندڙ. حساب ڪتاب جو جاچو.

**محاسب اعليٰ:** ذ. وڏو محاسب- آڊيٽر جنرل.

**مُحاسَبو:** ذ. حساب- ليکو. ڳڻپ. حساب ڪتاب بابت پڇا ڳاڇ.

**محاسبو ڪرڻ:** حساب ڪتاب گهرڻ. بازپرس ڪرڻ.

**محاسِن:** ذ(ع) خوبيون- چڱايون- نيڪيون. فائدا.

**مُحاصِر:** ص(ع) گهيريندڙ- گهيرو ڪندڙ.

**مُحاصِرو:** ذ(ع) گهيرو- نا ڪابندي. چوطرف قابو ڪرڻ.

**مَحافو:** ذ (ع: مَحافہ) پردي واري سواري (بادشاهن ۽ عورتن لاءِ)- ڏولي.

**مُحافِظُ:** ص (ع) حفاظت ڪندڙ- راکو- نگهبان. نگران. چوڪيدار. مالڪ. سرپرست.

**مُحافظ حقيقي:** خداتعاليٰ.

**محافِظي:** ث. نگهباني- حفاظت- رکوالي.

**مُحاڪَات:** ذ(ع) پاڻ ۾ حڪايتون- گفتگو- ڳالهه ٻولهه. ملاقات. نقل- اُتارو.

**مَحالُ:** ذ(ع) اها ڪوهستاني ايراضي جنهن ۾ گهٽيون پٽيون هجن ۽ ان تي ڍَل جدا مقرر ٿئي.

**محالڪاري:** ذ. 'محال' ايراضي جي آفيس. ڍل وصول ڪرڻ جي جاءِ.

**مُحال:** ظ(ع) ڏکيو- مشڪل. ناممڪن- اڻ ٿيڻي.

**مُحاوِرو:** ذ(ع) اهو جملو يا گفتو جيڪو لفظي معنيٰ جي بدران ٻي معنيٰ ۾ ڪم اچي. روزمره جي ٻولي. گفتگو. مشق- استعمال- آزمودو.

**مُحاورا ٻُڌائڻ:** گهٽ وڌ ڳالهائڻ. مهڻا طعنا ڏيڻ.

**مُحِبُ:** ذ(ع: مُحِبُ) محبت ڪندڙ. دوست- يار. دلبر- سپرين. عاشق.

**مُحباتو:** ص. دوستيءَ وارو. محبت پريو.

**مُحبَتَ:** ث(ع) پيار- قرب- الفت- پريت. عشق. نِئون. دوستي- ياري.

**مُحبَت جو مچ مَچڻ:** حد کان وڌيڪ محبت ٿيڻ- محبت ۾ لڇڻ ڦٿڪڻ.

**مُحبَتَ ڪرڻ:** قرب ڪرڻ- پيار ڪرڻ. عشق ڪرڻ.

**مُحبَتَ نامو:** ذ. قرب وارو خط. چٺي.

**مَحَبتي:** ص. پيار ڪندڙ- پيارو. قربدار- قرباتو.

**مَحبُوبُ:** ص(ع) دلدار- پيارو- محب- معشوق.

**مَحبُوبہ:** ث.پياري- معشوقہ.

**مَحبُوبيَت:** ث.دلبري.سُونهن- نزاڪت.

**مَحبُوس:** ص(ع) قيد ڪيل.قيدي- اسير.

**مُحتاجُ:** ص (ع) گهرجائو- ضرورتمند. طلبگار. غريب- مفلس. فقير- پينو.سُوالي.معذور ( ڪنهن عضوي ڪان ).

**مُحتاج ٿيڻ:** حاجتمند ٿيڻ.اپاهج ٿيڻ.مفلس ٿيڻ.

**مُحتاجي:** ث.گهرج- ضرورت.لاچاري- مجبوري.غربت- تنگدستي.

**مُحتاطُ:** ص(ع) احتياط ڪندڙ- خبردار- چوڪس.

**مُحتَرمُ:** ص(ع) عزت ڪيل.عزت وارو- معزز- بزرگ.

**مُحتَرمہ:** ث.عورت لاءِ عزت وارو لفظ- سائڻ.

**مُحتَسِبُ:** ص(ع) حساب وٺندڙ.شريعت جي خلاف ڪمن ڪان منع ڪندڙ حاڪم.

**مُحتسب اعلي:** ذ.عوامي شڪايتون ٻڌندڙ سرڪاري عملدار.

**مُحتَشَم:** ص(ع) امير- رئيس- احتشام وارو.

**مَحجُوبُ:** ص(ع) پڙدي ۾ لڪل- مخفي.شرمينو- لڄارو.

**مُحَدثُ:** ص(ع) حديث جو علم ڄاڻندڙ.حديث جو راوي.

**مَحدُود:** ظ(ع) حدبندي ڪيل- روڪيل.گهيري ۾ آيل.

**مَحذُوف:** ص (ع) ڪيرايل. جدا ڪيل- الڳ ڪيل ( حرف ). شاعريءَ جي اصطلاح موجب رُڪن مان ڪيرايل يا گهٽايل حرف.

**مِحرابُ:** ذ (ع) مسجد ۾ قبلي طرف ڪُٻ نڪتل جاءِ ( جنهن ۾ بيهي پيش امام نماز پڙهائي ).دروازي جي ڪمان. نمازيءَ جي پيشانيءَ وارو داغ.

**محرابي:** ث.ڪمان- ونگ.گولائي.مسجد- مسيت.

**مُحَرِرُ:** ص(ع) لکندڙ- ڪاتب.منشي.

**مُحَرِري:** ث.منشگيري- ڪلارڪي.

**مُحَرَف:** ص(ع) ڏنگو- ڦڏو.اُبتو.پنهنجي جاءِ تان هٽيل.

**مُحَرِڪُ:** ص(ع) حرڪت ڏيندڙ.چوريندڙ.اُڀاريندڙ.

**مَحَرمُ:** ص(ع) رازدار- همراز. ڄاڻ سڃاڻ.اهو مائٽ جنهن سان مُنهن لڳڻ جائز هجي ( جيئن ڏير.سؤٽ وغيره ).

**محرم حال:** ص.حال ڪان واقف- رازدار- دلي دوست.

**مُحَرَمُ:** ص(ع) حرام ڪيل- ممنوع.( ذ ) هجري سال جو پهريون مهينو محرم مهيني جو پهريون ڏهو ( جنهن ۾ حضرت امام حسين رضہ جي شهادت ٿي. اُنهيءَ ڪري شيعہ اهي ڏينهن ماتم ڪن ).

**مَحرُوم:** ص(ع) روڪيل.منع ڪيل.مايوس- ناڪام.نااميد.

**مَحرُوم رکڻ:** مايوس ڪرڻ.روڪڻ- رنڊڻ.

**مَحرُوم رهجي وڃڻ:** ناڪام ٿيڻ.مايوس رهڻ.خالي رهڻ.

**مَحرومي:** ث.مايوسي- ناڪامي.نااميدي.

**مَحرُوميت:** ث.محروم رهڻ واري حالت- محرومي.

**مَحزُون:** ص(ع) غمگين- رنجيده- ڏکويل.ملول.

**مُحسِنُ:** ص(ع) احسان ڪندڙ- ڀلائي ڪندڙ.مهربان.

**مُحسن ڪُش:** ص. احسان ڪندڙ سان بُرائيءَ وارو سلوڪ ڪندڙ- ڀلائيءَ جو بدلو بُرائيءَ ۾ ڏيندڙ.

**مَحسُوسُ:** ص(ع) ڪنهن حواس ذريعي ڄاتل.سهي ڪيل.

**محسوس ڪرڻ:** معلوم ڪرڻ- سهي ڪرڻ.سمجهڻ.

**مَحسُوسات:** ص(ع) محسوس ٿيندڙ شيون- جيڪي محسوس ٿي سگهن.

**مَحشَرُ:** ذ(ع) ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ ( آخرت ۾ ). قيامت جو ڏينهن.هنگامو.روڄ راڙو.نفسانفسي.

**مَحشَر ٿيڻ:** قيامت ٿيڻ.روڄ راڙو مچڻ.

**مُحَصِل:** ص(ع) حاصل ڪندڙ.وصول ڪندڙ.

**محصل ٿيڻ:** هٿ اچڻ- دستياب ٿيڻ.سُجهڻ.

**مَحصلائو:** ذ.دلالي.ڀلاوتو.

**مَحصُورُ:** ص(ع) گهيريل- گهيري ۾ آيل.وڪوڙيل.قيد.

**مَحصُولُ:** ذ(ع) حاصل ڪيل- وصول ڪيل.ڍل.ناڪو.ٽيڪس.

**مَحصُولي:** ص.محصول لڳندڙ شيءِ- جنهن تي ٽيڪس لڳي.

**مَحضُ:** ص(ع) خالص- نج.( ظ ) فقط- بلڪل- رڳو.

**مَحضَر:** ذ(ع) حاضر ٿيڻ جي جاءِ.قاضيءَ جي مهر لڳل ڪاغذ.

**مَحضر نامو:** ذ.عرضداشت.لکت ۾ عرض.

**محظوظ:** ص(ع) خوش- مسرور.لطف اندوز.

**مَحفل:** ث(ع) مجلس- ڪچهري- رهاڻ.انجمن- سڀا.

**مَحفَل رقص:** ناچ گاني جي محفل.

**محفل ڪرڻ:** ڪچهري ڪرڻ- رهاڻ ڪرڻ. خوشيءَ جي دعوت ڪرڻ.

**مَحفل لُٽڻ:** ڪچهريءَ تي ڇانئجي وڃڻ.محفل ڪٽي وڃڻ.

**مَحفُوظُ:** ص (ع) حفاظت ڪيل- بچايل- سنڀاليل. سوگهو- ڦٻو- بلاٽتو.هٿيڪو- سلامت.صحيح سلامت.

**محفوظ ڪرڻ:** سلامتيءَ سان رکڻ- هٿيڪو ڪرڻ.

**مُحقّقُ:** ص(ع) تحقيق ڪندڙ. ڪنهن مسئلي کي ثابت ڪندڙ.
**مُحققاڻو:** ص. تحقيق جي حوالي سان. تحقيق ڪيل. محقق جو- محقق وارو.
**مُحڪَمُ:** ص(ع) پڪو- مضبوط- پائدار.
**مُحڪمات:** ث (ع) قرآن شريف جون اهي آيتون جن جي معنيٰ صاف ۽ چٽي آهي.
**مُحڪمو:** ذ(ع) ڪورٽ- عدالت. ڪاتو- شعبو.
**مَحڪومُ:** ص(ع) ماتحت- هٿ هيٺ. تابع. رعيت.
**مَحَلُ:** ذ (ع) ٺڪاڻو- جاءِ- ماڳ. وڏي جاءِ. بادشاهه يا امير جو گهر- قصر- حويلي.
**مَحلاتُ:** ذ(ع) "محل" جو جمع- بادشاهي جايون- قصر.
**مَحل سَراءِ:** ث. حرم سراءِ- حويلي.
**مَحلڪار:** ص. محل جو سنڀاليندڙ.
**مَحل ماڙيون:** ث. عاليشان عمارتون. بادشاهي گهر.
**مَحلو:** ذ(ع) شهر جو هڪ حصو- پاڙو.
**مَحلُولُ:** ص(ع) حل ٿيل- ڳريل. پاڻيٺ.
**مَحليدار:** ص. پاڙي وارو- پاڙيسري.
**مُحمّدُ:** ص(ع) ساراهيل- تعريف ڪيل- واکاڻيل. (اسم خاص) حضور پاڪ ﷺ جن جو اسم مبارڪ. منو نالو.
**مُحمّدي:** ص. نبي سڳوري ﷺ جن جو اُمتي.
**مَحملُ:** ذ(ع) اُٺ تي ڪڙهڻ جي ڏولي (سواري لاءِ)- ڪجائو. پالڪي.
**مَحمُود:** ص(ع) ساراهيل- واکاڻيل- ثنا ڪيل.
**مَحمُودي:** ث(ع) سنهي مرڪ جو هڪ قسم. دوائن ۾ ڪتب ايندڙ هڪ پسار ڪووکر.
**مِحَن:** ث(ع) تڪليفون- پيڙائون.
**مِحنَتَ:** ث (ع) پورهيو. ڪشالو- جاکوڙ. ڪوشش. تڪليف- ڪشٽ. مزوري.
**محنتائو:** ذ. پورهيي جو اُجورو- مزوري.
**محنتائتو:** ص. محنت طلب- ڏکيو.
**محنت ڪَش:** ص. پورهيت. جفاڪش.
**محنت مزوري:** ث. پورهيو ڪارهيو.
**محنت مشقت:** ذ. سخت پورهيو- رت ولوڙ.
**محنَتي:** ص. پورهيت. جفاڪش.
**مَحوُ:** ظ(ع) ڏٺل- زائل. گم- غرق (خيالن ۾). حيران.
**مَحو ٿيڻ:** خيالن ۾ غرق ٿيڻ. حل ٿيڻ (پاڻيٺ وغيره ۾).
**مَحو ڪري ڇڏڻ:** زائل ڪري ڇڏڻ- مٽائي ڇڏڻ. موهي ڇڏڻ. گم ڪري ڇڏڻ (خيال ۾).
**مَحوَرُ:** ذ (ع: مِحور) سَرائي (جنهن ۾ ڦيٿو ڦري)- ڌُري. وچ واري خيالي سرائي، جنهن تي ڪوڪب سيارو ڦرندو رهي.
**مَحوري:** ص. محور وارو- گول ڦرندڙ.
**مَحويَتَ:** ث(ع) گم ٿيڻ جي حالت (ڪنهن خيال ۾). حيراني
**مُحيُ:** ص(ع) مخلوق کي جياريندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي ڏ لو.
**مُحيُ الدينُ:** ص. دين کي جياريندڙ.
**مُحيرُ:** ص(ع) حيرت ۾ وجهندڙ- حيران ڪندڙ.
**مُحيرالعقُول:** ص. عقل کي حيران ڪندڙ- عقل چرخ ڪندڙ- عجيب.
**مُحيطُ:** ص(ع) گهيريندڙ. دائرو- گهيرو- گول.
**مُخادمُ:** ذ(ع) ملازم- نوڪر چاڪر. ٻنيءَ جو مالڪ (جيڪو ٻني ڪان فصل آباد ڪرائي ۽ ان کي حصو ڏئي). هاري- ڪڙمي.
**مُخادمي:** ث. ملازمت. ڪُڙمت- هارپ.
**مُخاديم:** ذ(ع) "مخدوم" جو جمع. بزرگ- پيلارا.
**مُخاصمُ:** ذ(ع) خصومت ڪندڙ- دشمن.
**مُخاصمَت:** ث(ع) دشمني- وير- عداوت.
**مُخاطبُ:** ص(ع) روبرو ڳالهائيندڙ- گفتگو ڪندڙ.
**مُخاطبُ ٿيڻ:** ڳالهائڻ- روبرو چوڻ.
**مُخالفُ:** ص(ع) بر خلاف- اُبتڙ. دشمن- ويري.
**مُخالفاڻو:** ص. مخالفت وارو- اختلافي.
**مُخالفَت:** ث. دشمني- عداوت. اختلاف
**مخالفت ڪرڻ:** اختلاف ڪرڻ. مقابلو ڪرڻ. وير وجهڻ. اعتراض ڪرڻ.
**مُخبرُ:** ص(ع) خبر ڏيندڙ- جاسوس- چاري.
**مُخبري:** ث. جاسوسي.
**مُخبو:** ذ(ع) ڍڪ وارو ٿانءُ (ٿالهي، پيالو)- ڍاڪُون.
**مَخبُوطُ:** ص(ع) چريو- ديوانو. بد حواس.
**مَخبُوط الحواس:** ص. بد حواس. واٽڙو.
**مُختارُ:** ص(ع) اختيار ڏنل- بااختيار. مکياري. آزاد. روءِ سوءِ.
**مُختار ٿيڻ:** بااختيار ٿيڻ- مجاز هئڻ.
**مختار نامو:** ذ. اها لکت جنهن جي ذريعي ڪنهن کي ڪم ڪار جي اجازت ڏنل هجي.
**مُختاري:** ث. سربراهي. اجازت- اختيار. مکياري.
**مُختَص:** ص(ع) خاص. منتخب- چُونڊيل.

مُختصَر: ذ(ع) خُلاصو- تت- اختصار. انتخاب. (ص) ننڍو- گھٽايل.
مُختصراً: ظ. مختصر نموني- اختصار سان.
مختصر نَويسي: ث. شارٽ هئنڊ- ڇوٽ اکري.
مُختلف: ص(ع) جدا- ٻيءَ طرح- علحيدو. ٻئي نموني جو.
مُختيارڪارُ: ذ(ع) روينيو کاتي جو هڪ عملدار. تعلقي جو سربراهه.
مختيارڪاري: ث. مختيار ڪار جي آفيس. تعلقي آفيس.
مُخدرات: ث(ع) نشي واريون دوائون- عضوا سُن ڪندڙ دوائون.
مَخدُوش: ص(ع) خدشي وارو. وسوسي وارو. انديشي وارو.
مَخدومُ: ص(ع) خدمت ڪيل. تعظيم لائق. آقا- مالڪ. بزرگ.
مَخدُومي: ث. بزرگي. خدمت.
مَخرجُ: ذ(ع) نڪرڻ جو هنڌ- نيڪال جي جاءِ. لنگهه. اُچار ڪرڻ جو هنڌ.
مَخرُوط، مخرُوطِي: ص(ع) ڏاند ٻڇي (ڪاني وغيره). ڊول مثل ڪا شيءِ.
مَخزَن: ث(ع) جمع ڪرڻ جي جاءِ. ذخيرو- گُدام. مختلف مضمونن وارو رسالو.
مَخصُوص: ص(ع) خاص ڪيل- چونڊيل. خاص- علحيدو.
مَخطُوط: ذ(ع) لکيل ڪتاب. قلمي ڪتاب.
مُخَفف: ص(ع) گھٽايل- ڇاٽيل- ڇانگيل. گھٽ ڪيل- ننڍو ڪيل.
مَخفي: ص(ع) لِڪل- پوشيدو- ڳجھو- خفيہ.
مَخل: ذ(ع) انديشو- فڪر- اونو. ڊپ.
مُخلُ: ص(ع) خلل وجھندڙ. فسادي- فتنا انگيز. اٽڪاءُ ڪندڙ.
مُخل ٿيڻ: خلل وجھڻ- رنڊڪ ٿيڻ.
مُخلصُ: ص(ع) سچو- باوفا.
مُخلصانو: ص. خلوص وارو- سچائيءَ سان.
مُخلصي: ث. سچائي- صدق. چوٽڪارو- نجات- آجائي (بند مان).
مَخلُوط: ظ(ع) گڏو وچڙ- گاڏڙ.
مخلُوط النَسلُ: ص. گڏو وچڙ نسل جي پيدائش.
مَخلوط حڪومت: گھڻين جماعتن تي مشتمل اتحادي حڪومت.
مَخلُوق: ص(ع) پيدا ڪيل. (ث) دنيا. ڪائنات. خلق. ساهوارا.
مَخلُوقات: ث(ع) مخلوق جو جمع. جيڪي شيون جهان ۾ هن. دنيا.
مُخَمَس: ذ(ع) پنج ڪُنڊو. هر هڪ بند ۾ پنجن سٽن وارو نظم.
مَخمصہ: ذ(ع) ڦڏو- بکيڙو- تڪرار- ٽنٽو.
مَخمَصي ۾ پوڻ: ڦڏي ۾ پوڻ. عذاب ۾ ونجڻ.
مَخمَل: ث(ع) هڪ قسم جو ريشمي نرم ڪپڙو- بخمل.
مَخمَلي: ص. بخمل جو- بخملي. بخمل جهڙو.
مَخمُور: ص(ع) مست (نشي ۾)- نشي ۾ چُور- مدهوش- متوالو.
مُخَنث: ذ(ع) کدڙو- هيجڙو. نامرد. خَصي.
مَخولُ: ذ. مسخري- ٺٺول بازي- چرچو گھبو.
مَخولبازي: ث. ٺٺول- ٽوڪ بازي.
مَخولي: ص چرچائي- ٽوڪباز. هنيلو- وڏائيءَ خور. ڊبڊبي وارو.
مُخَيرُ: ص(ع) خيرات ڪندڙ. سخي. نيڪي ڪندڙ.
مُخيلہ: ذ(ع) تخيلي قوت- خيال واري قوت.
مَدُ: ث(ع) چڪ- چاڙهه. سمنڊ جي پاڻيءَ جو چاڙهه (جيڪو سمنڊ جي ڪشش سبب ٿئي)- ويڙ. 'الف' جي آواز کي ڊگھي اُچارڻ لاءِ مٿان ڏنل نشاني. باب- ياڳو.
مَد شَد سان: ظ. گھڻي ڇنائيءَ سان. تفصيل سان.
مَدُ: ذ(س: مَديہ) شراب- مئہ- مَد.
مَد مَست: ص. نشي ۾ ٻُر- پيتل- خماريل.
مَد مَغز: ص. هنيلو- هوڏي. مٿي ڦري.
مُدَ: ث. مُند- موسم.
مُدائتو: ص. مُند وارو- موسمي.
مَداحَ: ث(ع) سنڌي ادب ۾ مدحيہ شعري ڪلام.
مَداحون پڙهڻ: خوشامدون ڪرڻ. منيون ڳالهيون پڙهي خوش ڪرڻ.
مَداحُ: ص(ع) تعريف ڪندڙ- ساراهيندڙ. ثنا خوان.
مُداخلتَ: ث(ع) دخل اندازي- دست اندازي. هٿ چُراند.
مُداخلت ڪرڻ: وچ ۾ ٽپي پوڻ- ٽنگ اڙائڻ. رنڊڪ وجهڻ
مُداخلت بيجا: ث. بنا اجازت ڪنهن جي گهر يا زمين تي هلي اچڻ (ڏوهه لاءِ).
مَدارُ: ذ(ع) گردش واري جاءِ- ڦرڻ جو دائرو. سيّارن جي گردش ڪرڻ وارو خيالي گهيرو. بنياد- آڌار. ذمو.
مَدارَ المُهامر: ذ. اهو ماڻهو جنهن تي ڪنهن محڪمي يا حڪومت جي ڪم ڪار جو ذمو هجي- اڳوڻ.
مَدارُ النهار: ذ. سج جي اوچ واروقت- منجهند- ٻپهري.
مُدارَتَ: ث (ع: مُدارۃ) خطرداري- آدرڀاءُ. آئت- دلداري. مدد- همراهي.
مَدارِجَ: ذ(ع) درجا- رُتبا. ڏاڪا.

مَدارِسَ: ذ(ع) مدرسا-اسڪول.
مَداري: ص. هٿ ناٽ ڪندڙ-ڪيڏباز- شعبده باز. بازيگر.
مُدافَعَت: ث(ع) روڪ- جَهل. بچاءُ.
مُدامُ: ظ(ع) هميشه-سدائين-نتَ.
مُدامي: ظ. هميشگان-سدائين. قديمي-آڳاٽو.
مُداوا: ذ(ع) علاج-دوا. تدبير- حيلو- چارو.
مُداوِمَت: ث(ع) هميشگي-دوام.
مَدائي: ث. خرابي. بدي- بُرائي- بڇڙائي. بدنيڪي. گِلا. بدخواهي.
مَدايون ميٽڻ: ڏوهه گناهه معاف ڪرڻ.
مُدائون: ث. مقصد واريون ڳالهيون- مُرادون.
مُدبِرُ: ص(ع) تدبير ڪندڙ- حيلو ڪندڙ. عقلمند- ڏاهو. مشير- صلاحڪار.
مَدَتُ: ث. مدد-واهر-سهائتا. پنيرائي.
مُدَتَ: ث(ع) عرصو- وقت- زمانو. ڊگهو عرصو. ميعاد- مهلت.
مُدَت مَديد: ث. ڊگهو عرصو-تمام گهڻو زمانو.
مُدَتي: ص. مُدت وارو-قديم-آڳاٽو.
مَدَحَ: ث(ع) تعريف- ساراهه- واکاڻ. ڪنهن جي تعريف وارو نظم.
مَدح خواني، مَدح سَرائي: ث. ساراهه- تعريف- واکاڻ.
مَدَحَت: ث. مدح-ساراهه
مَدَحيه: ص. مدح وارو- ساراهه ڏيکاريندڙ.
مَدَحيه شاعري: ث. ساراهه وارو ڪلام.
مَدَدَ: ث (ع) حمايت- سهائتا- امداد. واهر- همراهي. ٽيڪ. ڪمڪ (فوج کي) آڏاري طور ڏنل مدد ۾ ڏنل رقم.
مدد ڪرڻ: سهائتا ڪرڻ. حمايت ڪرڻ.
مددگارُ: ص. مدد ڪندڙ. حمايتي- ٻيلي. اسسٽنٽ.
مددگاري: ث. مدد- واهر- سهائتا.
مَدَدُو: ذ. دوائن ۾ ڪم ايندڙ هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.
مَدَدُو: ص. مدد ۾ آيل ماڻهو.
مَدَدي: ص. مدد ۾ آيل (سامان، ماڻهو، رقم وغيره).
مُدر: ص. اُتل- پختو. نَر- ضدي- نر جو.
مُدرا: ذ (س) جوڳين جي ڪن ۾ پائڻ جا ٿلها والا.
مُدَرس: ص(ع) پڙهائيندڙ- استاد- معلم.
مَدرسو: ذ(ع) مڪتب- اسڪول- درسگاهه.
مُدري: ث. ڪن جي ڪيوٽي. مُندي.

مُدعا: ث(ع) مقصد- مراد- مطلب- غرض- خواهش.
مُدعا عليه: ذ. جنهن تي فرياد ڪيل هجي- ٻي ڌر.
مَدعو: ص(ع) دعوت تي سڏيل.
مُدعي: ص(ع) دعوي ڪندڙ- دعويدار- فريادي. دشمن.
مُدغَمُ: ص (ع) گڏ ڪرڻ- ملائڻ. اهي ساڳيا ٻه حرف جن کي 'شد' سان گڏيو ويو هجي.
مَدفَن: ذ(ع) دفن ڪرڻ جي جاءِ- مڙدي کي پورڻ جي ڪَڏ. قبر.
مَدفونُ: ص(ع) پوريل- دفن ڪيل. مخفي- لڪل.
مَد مُقابل: ص(ع) پاڳي پائيوار. مخالف.
مُدڪي: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
مُدگر: ذ (س) ڪسرت لاءِ ڪاٺ جو نهيل مُگرو- مُگدو.
مُدَل: ظ. هرگز- بنه- مور.
مُدلَلُ: ص(ع) دليل سان ثابت ڪيل.
مُدَمَغ: ص. مغرور- هنيلو- هوڏي. چٽر ڪندڙ.
مَدَنَ: ذ. جاءِ جي ڇڄيري کي جهلي بيهندڙ ڪاٺي. انگاس جي چوڪنڪي جهلڻ جي ڪاٺي.
مَدَنَ: اسم خاص. شاهه لطيف جي همعصر هڪ مند و درويش جو نالو.
مَدنَظر: ث(ع) اها شيءِ جيڪا اکين اڳيان هجي- پيش نظر.
مَدَني: ص(ع) مديني پاڪ جو رهاڪو.
مَدَنيت: ث. (ع) شهريت- شهري پڻو.
مَدو: ص. خراب- بُرو- بَد. گهٽ- مَندو (اگهه). بد خواهه. (ث. مَدي).
مَدُو: ذ. گهوڙي کي پُنيءَ جو زخم. وهٽ جي چوڪنڊ وارو ٿورو پوٺتي نڪتل حصو. اُٺ جي ڪنڌ ۽ ٿوهي جي وچ وارو مٿيون ڀاسو.
مُدو: ذ (ع: مُدة) عرصو- ميعاد. مقرر وقت. انجام وارو ڪَڻ. (ع مدعا) گهُر- طلب- تقاضا. تڪرار- ضد. عداوت- وير.
مُدو پرجڻ: وقت پورو ٿي اچڻ.
مُدو وجهڻ: وقت ياڪَڻ مقرر ڪرڻ. عداوت ڪرڻ- جهيڙو ڪرڻ بحث ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ.
مُدي پُني: ظ. مُدو پورو ٿيڻ تي.
مُدي خارج: ذ. آڳاٽو- قديم- ڪُهنو. بيڪار- ايڪسپائر.
مَدوانِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
مَدو جَزر: ث. وير جو لاهه چاڙهه.
مُدَوَر: ص. محرابي- ڪمان دار- گولائون.
مَدهوشُ: ص (ف) حيران- وائڙو. هڪو ٻڪو. بيهوش. متوالو. مخمور.

**مَدهوشي:** ث.بيهوشي.مستي- خمار (نشي جو).

**مَدي:** ث.بڇڙائي- خرابي.بَدي.بد خواهي.دغا- ڪُپت.

**مَديد:** ص(ع)پکڙيل- وسيع.ڊگهو- دراز.

**مُدَبر:** ذ(ع)اخبار جوايڊيٽر- سمپادڪ.

**مَديَم:** ص.ولوڇو- درميانو- وچٿرو.

**مَدينو:** ذ (ع: مدينة) شهر. عربستان جو مشهور شهر (نبي سڳوري ﷺ جو شهر)- يثرب.

**مَدّ:** ث(سن) ماکي.شراب- مَئي- مَنڌ.

**مَدَ مَچڻ:** شراب جو ڪِنو ٿيڻ (گهڻو وقت رکيو هئڻ سبب)- ڌپ ڪرڻ.

**مَدَ ماتُو:** ص.شراب پيتل- خمار يل.

**مُدّ:** ث.عورت- ناري- مُنڌ.

**مُدُّ:** ص.موڳو.بي عقل- مورک.ڳهلو.

**مَدُر:** ص(سن) مِٺو.رسيلو.مٺي سُر وارو.

**مَدُرتا:** ث.ميٺاج.لطافت- خوبي.

**مَدَم:** ظ(سن) آهستي- ڌيمو.هلڪو.

**مَدَم سُر:** ذ.ڌيمو سُر.راڳ جو چوٿون سُر.

**مَدّ:** ث. ڪانين ڪانن جو ٿُرَهو.سيلاب جي پاڻي ۽ ڪان بچاءُ لاءِ اڏيل بيهو.رَڇ ڪي مٿي جهلڻ لاءِ ڪانن جو ٻڌل ڳَڏو. ڪانين جي پيري. ملڪيت- مُوڙي.سامان سڙو. ڪنوار کي ماٽن کان مليل وڳو.

**مَدّ ٻَڌڻ:** ڪوڙو بهانو ناهڻ.

**مُدّ، مُدّو:** ص. هٿيار جيڪو وهي نہ سگهي- ڪُندُ- لَمو. ڪند فهم- موڳو.

**مُدّي ڪاتيءَ سان ڪُهڻ:** تمام گهڻي تڪليف رسائڻ

**مَدّهين:** ظ.يقيناً- بيشڪ- سچ پچ.

**مَدّي:** ث.گهر جو سامان- ٽپڙ ٽاڙي.مال ملڪيت- مُوڙي.درياءُ تي محصول وصول ڪرڻ جو ناڪو.درياءَ يا ڍنڍ جي ڪپ تي اڏيل لانڍي (جنهن ۾ پلو مڇي ماري گڏ ڪري رکن)- ميانُ.

**مَدّيءَ وارو:** ص.شاهوڪار.سکيو- آسودو.پاڳونڊ.

**مَدّيئو:** ص.مُٺ پيٽ- ڪنجوس- شُوم.

**مِدل:** ص(انگ) وچيون- وچولو.

**مِدل اسڪول:** ذ.انهن درجن تائين تعليم وارو اسڪول.

**مِدل ڪلاس:** ذ.وچولو طبقو- نہ گهڻا امير ۽ نہ گهڻا غريب ماڻهو.

**مَدُو:** ص.مورک- ڳهيلو- پورڙو- بيوقوف.

**مُدو:** ذ.گهوڙي ۾ مَندڪ جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

**مَذاقُ:** ذ(ع) ذائقو- سَواد- لذت.مزاج جي پسندي.ڪِل ٻوڳ- مسخري.

**مَذاق قبڻ:** گهڙيءَ گهڙيءَ ڪنهن جو مذاق اُڏائيندو رهڻ.

**مَذاقون ڪرڻ:** خوش طبعي ڪرڻ.چرچا گهٻا ڪرڻ.

**مَذاقيہ:** ص.مذاق وارو.مزاحيہ.

**مُذاڪرات:** ذ(ع)ڳالهيون.بحث.

**مُذاڪرو:** ذ(ع)پاڻ ۾ بحث- مباحثو.ڳالهہ ٻولهہ.

**مَذاهبُ:** ذ(ع) 'مذهب' جو جمع.

**مَذبحُ:** ذ(ع)ذبح ڪرڻ جي جاءِ- ڪوس گهر.

**مُذَبذَب:** ص (ع) ٿڪيل- ٿنگيل.ڊانوا ڊول- غير مستقل.ڦرتو گهرتو (مزاج)- ٻڌ ترڳ.

**مُذَڪَر:** ذ(ع) نَر.گرامر موجب 'نر' جنس وارو.

**مَذڪُور:** ص(ع) ذڪر ڪيل- بيان ڪيل.(ذ) ذڪر- بيان.

**مذڪور ٿيڻ:** واقعو ٿيڻ- اتفاق ٿيڻ.

**مَذڪُوري:** ص.ذڪر ڪندڙ- بيان ڪندڙ.(ذ) ديواني ڪورٽ جو بيلف.

**مُنذل:** ص.خوار ڪرڻ وارو- خوار ڪندڙ.

**مَذَلت:** ث.بي عزتي- بدنامي- خواري.

**مَذَمَت:** ث(ع) نندا- هجوَ- بُرائي.

**مَذمَتي نهراءُ:** ذ.ڪنهن واقعي خلاف پڪراءِ ٿي نندا ڪرڻ.

**مَذمُوم:** ص(ع) خراب- بد.گلارو- خواريءَ وارو.

**مَذهَبُ:** ذ(ع) رستو- راهہ.طريقو.عقيدو.دينُ.

**مَذهَبي:** ص.شرعي- ديني.فرقيوار (فرد).

**مَذهبي ڪٽرپڻو:** ذ.مذهب جي بنياد تي تعصب رکڻ- فرقيواريت.

**مَرُ:** ظ(ف) ڀَل- ڀَلي.شال.بيشڪ.

**مَرُ:** ث. جسم جو ميرُ (مٽي، سٽپ وغيره)- گر. ميل (ڪپڙي جو).ڪَسُ.

**مَرُ لاهڻ:** ڳالا ٿين. اچوا جرو ٿيڻ.ٿورو لاهي.

**مُرَ:** ث.پساري وکر جو هڪ قسم.

**مَراتبَ:** ذ(ع) 'مرتبي' جو جمع.درجا- رُتبا.

**مُراجعَت:** ث(ع)موٽ- واپسي.

**مَراحِل:** ذ(ع) 'مرحلي' جو جمع.ڏاڪا.درجا.

**مُرادَ:** ث (ع) مطلب- غرض- مقصد- آرزو- خواهش. مرضي. ٻ س- سَڪ.

**مراد پوري ٿيڻ:** دل جي خواهش پوري ٿيڻ.مطلب پورو ٿيڻ.

**مُراد گُهرڻ:** مقصد پوري ٿيڻ لاءِ دعا گهرڻ.

**مُرادف:** ص(ع) هم معنيٰ ٿيندڙ لفظ.

**مُرادوَند:** ص. خواهشمند. اميدوار. عرضدار. حاجتمند.

**مُرادي:** ث. دڪاندار جي اگر ۾ سڄي ڏينهن جي گڏ ٿيل رقم. روڪڙ-نقدي.

**مُرادي سنيالڻ:** سڄي ڏينهن جي جمع ٿيل رقم شمار ڪرڻ.

**مُرادي معنيٰ:** ث. بي معنيٰ-اصلاحي معنيٰ.

**مَراري:** ث. سونارن جي تارازي-تڪڙي.

**مُراسلت:** ث(ع) خطو ڪتابت. لکپڙه.

**مُراسلو:** ث(ع) خط-چٺي.

**مَراسم:** ذ(ع) 'رسوم' جو جمع-تعلقات.

**مُراعات:** ث(ع) رعايت. لحاظ-مروت.

**مُراقبو:** ذ(ع) تصور-ڌيان. استغراق-محويت. غور-ٻين ڳالهين جو خيال ڇڏي خدا سان لئون لائڻ.

**مراقبي ۾ ويهڻ:** هڪ مَنو ٿي ڌڻيءَ جي عبادت ڪرڻ. خدا سان لئون لائڻ.

**مَرامت:** ث(ع:مَرمة) ڀڳل ٽٽل شيءِ جي ڳنڍ ٽوپ. گهر يا جاءِ جي مرمت.

**مَراهيُون:** ث. زيور-جواهر.

**مُرائي:** ث. سارين جي ٻيجي جا ڪچه ٿيلا-مُوڙهي-سَرهي.

**مُربع:** ذ(ع) چورس-چوڪندو. چئن سٽن وارو بند (شاعري).

**مُربو:** ذ(ع:مُربيٰ) ڪنڊ جي چاش ۾ وڌل پڪل ميوو.

**مَربُوط:** ص(ع) ڳنڍيل-جڙيل.

**مُربي:** ص(ع) پاليندڙ-ناتيندڙ. سرپرست. وڏو-بزرگ.

**مُرتاض:** ذ(ع) رياضتون ڪندڙ.

**مُرتَبُ:** ص(ع) ترتيب ڏيندڙ. تاليف ڪندڙ (ڪتاب).

**مُرتب ڪرڻ:** ترتيب ڏيڻ. تاليف ڪرڻ (ڪتاب)-تصنيف ڪرڻ.

**مَرتبانُ:** ذ(ف) خاص قسم جي مٽي يا چيني‌ءَ جو ٿانءُ (جنهن تي روغن ڪيل هجي). ڪولر. برني.

**مَرتَبَت:** ذ(ع) رتبو. صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (جيئن 'عالي مرتبت").

**مَرتَبو:** ذ(ع) درجو-رتبو. عهدو. دفعو-ڀيرو.

**مُرتَدُ:** ذ(ع) اسلام کان ڦريل شخص-اهو مسلمان جيڪو ڪافر ٿي وڃي.

**مُرتَسم:** ص(ع) مُهر لڳل-نشان ڪيل.

**مُرتَضيٰ:** ص(ع) چُونڊيل-ڏنيل. مقبول-وڻندڙ. حضرت علي ڪرم الله وجهه جو لقب.

**مُرتَعش:** ص(ع) ڏڪندڙ-ڏڏندڙ.

**مرتَفعَ:** ص(ع) بلند-اُوچو-مٿاهون.

**مُرتَڪب:** ص(ع) ڏوهه جهڙي ڪم جو ڪندڙ. مجرم-ڏوهاري.

**مرت لوڪ:** ث(سن) فاني دنيا-هيءُ جهان.

**مَرتيو:** ذ(سن) موت-وفات.

**مُرتُ:** ذ. ڳاهه يا ڏت جو هڪ قسم.

**مُرتو:** ذ. ڪنهن شيءِ کي پيچي سنهو ڪيل-چورو.

**مَرثيو:** ذ(ع) شهادت يا وفات تي چيل نظم يا شعر (جنهن ۾ مصائب بيان ٿيل هجن).

**مرثيي خواني:** ث. مرثيا پڙهڻ.

**مَرجاتَ:** ث. حيا-شرم. لحاظ-محابو. پشيماني-پڇتاءُ. مانُ مرتبو.

**مرجات کي مار هڻڻ:** چڱائيءَ جو قدر نه هڻڻ.

**مَرجاتا:** ث. مرجات-مانُ مرتبو.

**مَرجاتي:** ص. لياقت‌ءِ حياءَ وارو-مرجات وارو.

**مَرجاد:** ث(سن:مريادا). مرجات-مرجاتا.

**مَرجانُ:** ذ(ع) هڪ قسم جي سامونڊي پيداوار. ڳاڙهاڻ مائل هڪ قسم جو پٿر.

**مَرجَع:** ذ(ع) موٽي اچڻ جي جاءِ. ٺڪاڻو.

**مَرجَع خَلائق:** ذ. اُها جاءِ (يا ماڻهو) جتي سڀ ماڻهو رجوع ٿين.

**مُرجهائڻ:** م. ڪومائجڻ. سُڪڻ.

**مرچ:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو. جنهن جون ڦريون تيز ۽ تلخ ٿين (ڪچيون سايون ۽ پڪيون ڳاڙهيون ٿين).

**مرچائي:** ص. مرچن وارو (ڪاڏو).

**مرچُون لڳڻ:** منيان لڳڻ-ڪاوڙ لڳڻ.

**مرچ:** -. هڪڙو ڳاڙهو يا سائو مرچ.

**مرچ مصالحو:** ذ. وڳڙ. وڌاءُ-مبالغو.

**مرچڙو:** ص. ٺڳ-ڪُپتيو-دغاباز.

**مرچڙي:** ث. هٿ جي ڙچ ۽ ڏسٽيءَ آڱر سان گڏي هنيل هلڪو ڌڪو-چپيٽ.

**مرچنٽ:** ذ(انگ) واپاري-هَٽ وارو-دڪاندار.

**مرچنگُ:** ذ. هڪ قسم جو ساز-چنگ.

**مرچو:** ذ. ڪَٽُ-زنگ. لوهار جي ڪُوري ۾ گڏ ٿيل لوهه جو ڪَٽُ.

**مرچوٽُ:** ص. ڪنجوس-شُوم-بخيل.

**مَرحَبا:** ث(ع) شاباس-آفرين-واهه واهه. خوش آمديد-آڏرڀاءُ-آجيان. خاطرداري-تواضع.

**مرحبا ڪرڻ:** آئي جي آدر ڪرڻ- آدرڀاءُ ڪرڻ. خاطرداري ڪرڻ.

**مَرحبائي تقرير:** ڪنهن جلسي، ڪانفرنس وغيره ۾ منتظم طرفان آجيان واري تقرير.

**مرحلو:** ذ (ع) هڪڙيءَ ڏينهن جو سفر- منزل (ٻارهن ميلن جو مفاصلو) . ڏاڪو . ڏاڪو . درجو.

**مرحلو طئي ڪرڻ:** منزل پوري ڪرڻ. ڪم مڪمل ڪرڻ.

**مَرحَليوار:** ص. منزل بمنزل. ڏاڪي بہ ڏاڪي. سلسليوار.

**مَرحَمت:** ث (ع) مهرباني- عنايت- ڪرم.

**مَرحمت ڪرڻ:** عطا ڪرڻ. عنايت ڪرڻ.

**مَرحُومُ:** ص (ع) رحمت ڪيل- بخشيل. جنتي. فوتي- مري ويل.

**مَردُ:** ذ (ف) نَر (ماڻهو)- مذڪر. ماڻهو- شخص- بشر. خاوند- مڙس. (ص) سورهيہ- بهادر.

**مَرد حق:** ذ. ولي- عارف.

**مرد ماڻهو:** ذ. ڪوبہ ماڻهو.

**مرد مثير:** ص. سگهارو- سرس. سورهيہ.

**مَرد ميدان:** ذ. لڙائيءَ ۾ بهادري ڏيکاريندڙ. بهادر- دلير.

**مَرد و زَن:** ذ. زالون ۽ مڙس. عام ماڻهو.

**مُردارُ:** ص (ف) مئل. ناپاڪ. مري ويل جانور- ڍونڍي. سست- ڪاهل. ڪم چور. حرام خور.

**مُردار خور:** ص. ڍونڍي کائيندڙ. حرام جي ڪمائي کائيندڙ.

**مُرداسنگهہ:** ذ. دوائن ۾ ڪم ايندڙ هڪ پسار ڪو وکر.

**مَردا مَردِي:** ث. زبردستي- زوري.

**مَردانَگِي:** ث (ف) مڙسي. جوانمردي. دليري. شجاعت.

**مَردانو:** ص. دلير- بهادر. مرد سان نسبت رکندڙ- مردن جو. تندرست- چاق- نَمرو.

**مرداني زال:** ث. همت واري عورت- دلير عورت.

**مَردُم:** ذ (ف) عام ماڻهو. مهذب ماڻهو.

**مردم آزار:** ص. ماڻهن کي آزاريندڙ. ظالم.

**مَردُم خيز:** ص. اهو خطو جتي لائق ماڻهو پيدا ٿين. اها سرزمين جتي گهڻا ماڻهو پيدا ٿين.

**مَردُم شُماري:** ث. ملڪ جي ماڻهن جي ڳڻپ (جيڪا هر ڏهين سال ٿيندي آهي)- آدمشماري.

**مَردُم شُناس:** ص. ماڻهوءَ ماڻهوءَ کي سڃاڻيندڙ.

**مَردُم شناسي:** ث. ڪوتي ڪري ماڻهوءَ جي سڃاڻپ.

**مَر.م ڪُشا:** ص. ماڻهو ماريندڙ. خوني- قاتل.

**مَردُمي:** ث. بهادري- شجاعت- دليري.

**مُردَني:** ث (ف) موت جا اهڃاڻ (جيڪي منهن مان ظاهر ٿين).

**مُردو، مُڙدو:** ذ (ف: مرده) مئل ماڻهو. لاش- مڙهہ- ميّت. (ص) مئل- بيجان. ڪوماڻل. مايوس (طبيعت).

**مُردن جو مال:** ذ. مري ويلن جي ملڪيت. مفت جو مال. سستو سودو.

**مَردُودُ:** ص (ع) رد ڪيل. ڌڪاريل. لوڌيل. ملعون. نڪمو.

**مَردي:** ث. مڙسي- مرادنگي. قوت باہ جي طاقت. انسانيت- ماڻهپو.

**مردَنگَ:** ث. هڪ قسم جي ڊگهي ڍولڪ.

**مُرڙو:** ذ. اُلڪو- اونهو- انديشو. ڊپ- خوف. اوسيئڙو.

**مرزا:** ذ (ترڪي) اميرزادو. شهزادو. ايرانين ۽ مغلن جو لقب.

**مرزائي:** ص. غلام احمد قادياني جو پيروڪار- قادياني- احمدي.

**مُرسَلُ:** ذ (ع) رسول- پيغمبر. (ص) ارسال ڪيل- موڪليل.

**مُرشدُ:** ص (ع) هدايت ڪندڙ. واٽ ڏيکاريندڙ. رهبر.

**مُرشدزادو:** ذ. مُرشد جو پٽ.

**مُرشدي:** ث. هدايت- رهنمائي. مرشد هئڻ واري حالت.

**مُرَصَعِ:** ص (ع) جڙيل (هيرن موتين سان). جڙادار. سينگاريل.

**مُرصع ڪاري:** ث. جڙت جو ڪم- جڙت.

**مَرضُ:** ذ (ع) بيماري- روڳ- اڳهائي. آزار. عدت.

**مرضيلُ:** ص. بيمار- عليل. ٽوٽي- سست.

**مَرضي:** ث (ع) رضا- خوشي. خواهش- ارادو. پسند. قبوليت. اجازت- موڪل.

**مرضي رکڻ:** ڪنهن جي خوشيءَ سبب چيو قبول ڪرڻ- دل رکڻ.

**مرضيءَ موجب:** ظ. خاطرخواہ- پسنديءَ موجب. وڻن جهڙو- دلپسند.

**مَرطُوبُ:** ص (ع) پُسيل- تر- آلو- پنل.

**مَرعُوبُ:** ص (ع) رعب ۾ آيل- هيسيل- ڊنل.

**مُرغُ:** ذ (ف) پکي- پرندو. ڪڪڙ.

**مُرغابي:** ث (ف) آبي پکيءَ جو هڪ قسم. آڙي.

**مَرغزارُ:** ذ (ف) نرم ۽ سائي گاهہ واري جوءِ- ساوڪ. ويءِ- چراگاهہ.

**مُرغو:** ذ (ف) ڪڪڙ. (ث. مُرغي).

**مَرغُوب:** ص (ع) وڻندڙ- پسنديده. مزيدار- لذيذ (کاڌو).

**مَرغُول:** ص (ع) گهنڊيدار وارن وارو. (ذ) ٻن ٽنين وچ ۾ ڪنگرن واري ڪمان.

**مَرفُوعُ:** ص (ع) مٿي ڪنيل- بلند ڪيل. (ث) اها حديث جنهن جي

راوين جو سلسلو نبي سڳوري ﷺ تائين پهچي.

**مَرقَدُ:** ذ(ع) سمهڻ جي جاءِ. قبر- تربت.

**مُرَقَع:** ذ(ع) تصويرن جو مجموعو.

**مُرقو:** ذ. پوش- پردو. نقاب- برقعو.

**مَرقُوم:** ص(ع) لکيل.

**مَرڪُ:** ظ. لائق- واجب- جڳائيندڙ. (ذ) مغروري- پاڻ پڏائڻ- فخر

**مرڪَ:** ث. ڊڪ- سُرڪَ. پڪَ- لَپَ.

**مُرڪَ:** ث. مُشڪ- ڪِلَ- تبسم. پابوه. ڳائڻ ۾ تانَ جي هيٺ مٿاهين.

**مُرڪ ماڻڻ:** خوشي حاصل ٿيڻ. مزا ماڻڻ.

**مَرڪائڻُ:** م. پڏائڻ. مُنهن مٿي ڪرڻ. ساراهڻ. ملهائڻ.

**مرڪائڻ:** م. آهستي آهستي وات هلائڻ- چاباڙيڻ.

**مُرَڪَبُ:** ص(ع) گڏيل- ملبل. گڏوچڙ- مخلوط. گهڻين شين کي گڏي ناهيل دوا. هڪ کان وڌيڪ لفظن وارو فقرو.

**مَرڪَزُ:** ذ(ع) هڪ مقرر جاءِ. گول جي وچ وارو نقطو. وچ وارو حصو- وچُ. صدر مقام. وفاق.

**مرڪز قائم ڪرڻ:** گول جو وچ ڳولي لهڻ. ڪنهن اداري جي بنياد تي آفيس قائم ڪرڻ.

**مَرڪَزي:** ص. وچ وارو- وچيون- وسطي. بنيادي.

**مَرڪزي آفيس:** ث. هيڊ آفيس.

**مَرڪزي حڪومت:** ث. رياستن تي مشتمل وفاق واري حڪومت- وفاقي گورنمينٽ.

**مَرڪڻُ:** م. پڏڻ- فخر ڪرڻ. لاف هڻڻ.

**مُرڪڻُ:** م. مُشڪڻ- چپن ۾ کلڻ. ٿورو کلڻ.

**مَرڪٽو:** ص. ٻناڪ هڻندڙ- لباڙي. خوش- نهال. پاڻ پڏائيندڙ.

**مُرڪٽو:** ص. کلمک. پابوهي.

**مَرڪُوزُ:** ص(ع) وچ وارو. هڪ جڳهه تي ڪٽل.

**مُرڪي:** ث. ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- ننڍڙي والي- ڪيوٽي.

**مَرڪان:** اسم خاص. عورت جو نالو.

**مَرگَ:** ذ(ف) موت- اجل- قضا- مرتيو.

**مرگ مَفاجات:** ذ. اوچتو موت- بيوقتو موت.

**مُرگو:** ظ. ماڳهين- بنهه. فقط.

**مرگهه:** ذ(سن) هرڻ- آهو.

**مرگهه ترشنا:** ث. رڻ ۾ پاڻيءَ جو ڪُوڙو ڏيکَ- رڃَ- سراب.

**مرگهه چالا:** ث. هرڻ جي کَل.

**مرگهه نابُ:** ذ. هرڻ جو ڏن. مُشڪ جي ڳوٿري.

**مرگهه نَيڻ:** ث. وڏيءَ سهڻي اک. (ص) وڏين ۽ سهڻين اکين واري.

**مَرگهٽُ:** ذ. مُردي ساڙڻ جي جاءِ- مساڻ- شمشان.

**مرگهي:** ث. هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ مريض کي بيهوشيءَ جو دورو پوي).

**مرگهي اچڻ:** مرگهيءَ جو دؤرو پوڻ. جوش اچڻ- جنون چڙهڻ.

**مرگهيلُ:** ص. مرگهيءَ جي بيماريءَ ۾ ورتل.

**مُرلي:** ث. هڪ قسم جو ساز (خاص ڪري جوڳي وڄائين).

**مُرلي بند ڪرڻ:** چپ ڪرائي ڇڏڻ- بس ڪرائي ڇڏڻ.

**مُرليون وڄائڻ:** ڳالهيون ٻڌائي ريجهائڻ- راضي ڪرڻ ريجهائڻ، خوش ڪرڻ.

**مُرليڌر:** ص. مُرلي وڄائيندڙ.

**مَرمَ:** ذ(سن) شرم- حيا- لڄ. لحاظ. پشيماني.

**مرم ۾ مَري وڃڻ:** ندامت ۾ پرجڻ- ڏاڍو شرمسار ٿيڻ

**مَرَمَتَ:** ث(ع) ڀڳل جاءِ جي درستي. ڀڳل ٽٽل شيءِ جي درستي. ڦاٽل ڪپڙي وغيره جي ڳنڍ ٽوپ. جُٺ- سزا. گوشمالي.

**مَرَمَت طلب:** ص. درستيءَ جي لائق- ڳنڍ ٽوپ جي لائق.

**مَرَمَت ڪرڻ:** سنوارڻ- اصلاح ڪرڻ. گوشمالي ڪرڻ.

**مَرمَر:** ذ(ف) هڪ قسم جو اڇو، زرد، نيرو ۽ ڳاڙهو پٿر، جيڪو پالش ڪرڻ سان چمڪي ٿو- "سَنگِ مَرمَر".

**مرمر:** ث. چپن ۾ ڳائڻ وارو سنهڙو آواز- مڻ مڻ. رڍ.

**مَرمَلا، مُرمُرا:** ذ. بيسڻ مان ٺهيل ۽ تيل ۾ تريل سيويون.

**مَرڻُ:** م(سن) فوت ٿيڻ- لاڏاڻو ڪرڻ- دم ڏيڻ- انتقال ڪرڻ. گهڻو چاهڻ- عاشق ٿيڻ.

**مَرڻ تي هُجڻ:** پوين پساهن ۾ هئڻ- مرڻينگ هئڻ.

**مَرڻ جيئَڻ:** ذ زندگي ۽ موت. شادي ۽ غمي.

**مَرڻ وَهيٺو:** ص. مرڻ جي ويجهو- مرڻ تي.

**مَري جهري:** ظ. ڪشالي سان- مَري مَري- مصيبتون سهي.

**مَري مَري:** ظ. ڏاڍي ڪوشش سان- ڏاڪڙن سان.

**مَري وڃڻ:** گذاري وڃڻ- فوت ٿيڻ. پاهه ٿيڻ (بک ۾).

**مَرتو:** ذ. موت- قضيو.

**مَرڻ وَرت:** ذ. مرڻ گهڙيءَ تائين ڪيل فاقو.

**مَرٽينگُ:** ص. مرڻ جهڙو- مرڻ تي. مرڻ وهيٺو.

**مرو:** ص. ڪوٺو- ملاوتي (ٽاتو).

**مَرواريدُ:** ذ(ف) موتي- دُر. گوهر.

**مُرُوتَ:** ث(ع) رعايت- لحاظ- پاسخاطري. فياضي- سخاوت.

مُروت ڪرڻ: لحاظ ڪرڻ- رعايت ڪرڻ. ڇڏ ڇوٽ ڪرڻ.

مُروتي: ص. بااخلاق- مروت وارو.

مَروٽ: ث. پيٽ ۾ وَٽ- مروٽو (جنهن ۾ سور جي سوٽ اُبري). مروڙ. وڪڙ.

مروٽ سَروٽ: ث. وٽ سٽ. پيٽ ۾ مروڙ.

مَروٽڻ: م. وڪڙ ڏيڻ- وٽ ڏيڻ- مروڙڻ. آڪيڙو ڏيڻ.

مَروٽو: ذ. وڪڙ- وَٽ- مروڙ. آڪيڙو.

مَروٽو ڏيڻ: مروڙڻ- مروٽڻ.

مُروج: ص(ع) جاري. هلندڙ. مستعمل. رواج ۾ هلندڙ.

مَروڙ: ث. پيچ- وَٽ (پيٽ ۾). گهمري. وڪڙ.

مَروڙڻ: م. وٽ ڏيڻ- پيچ ڏيڻ. موڙڻ (عضوو). مروٽڻ. وٽڻ.

مروڙو: ذ. وَٽ- وَڙ- وڪڙ. مروٽ (پيٽ جي).

مَروڙا ڏيارڻ: زور ڏيارڻ- پيڙون ڏيارڻ.

مَروڙي: ث. مَر- ميل. آڱرين تان لاٿل اٿو.

مَرول: ث. ڪوهي ۾ بدلا لاءِ بيڙيءَ جو جهندو.

مِرُون: ذ. جهنگلي جانور. حيوان. درندو. سوئر.

مرون ٿي مَرڻ: عبرتناڪ موت اچڻ. بي ڳوروٿيڻ.

مَروہ: اسم خاص (ع) مڪي شريف جي هڪ ٽڪريءَ جو نالو (حج جي رڪن لاءِ هڪ جاءِ).

مروي: ص(ع) روايت ڪيل- بيان ڪيل.

مرهَ: ث. بخشش- مغفرت. باجه- مهر.

مَرهَمُ: ذ(ف) ڦٽ ڦرڙي يا زخم تي لڳائڻ لاءِ ليپ- ملم. علاج.

مرهم پٽي: ث. ملم پٽي- ڊريسنگ- علاج.

مرهَ: ث. بخشش- مغفرت- معافي.

مَرهڻ: م. معافي ڏيڻ- بخشڻ- وڙ ڪرڻ.

مَرهو: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽو.

مَرهُون: ص(ع) گروي رکيل- ڳهه رکيل.

مَرهُون منت: ص. احسانمند- ممنون- ٿورائتو.

مَرهي: ث. ڏندن جي پاڙ وارو گوشت- مهاري.

مَرهيات: ص. مري ويل- فوتي- مرحوم.

مَرهياڙي: ص. متيار ڪو سامان وڪڻندڙ- متياري.

مَري: ث. هڪ قسم جي وبائي بيماري. وبا.

مَري: اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

مِري: ث. مرچ (ڳاڙهوءِ ڪارو مرچ).

مُري: ث. پيڏي- مُريو.

مَريخ: ذ(ع) هڪ سياري (گرهه) جو نالو- منگل (علم نجوم ۾ هي سيارو منحوس تصور ڪيو ويجي ٿو).

مُريدُ: ص (ع) خواهشمند- چاهيندڙ- مشتاق. ارادت رکندڙ. مطيع- فرمانبردار. معتقد. پيروي ڪندڙ- پوئلڳ. شاگرد.

مريد ڪرڻ: تابع ڪرڻ. مطيع ڪرڻ. پالڪو بنائڻ.

مُريدانو: ذ. مريدن کان مليل ڏن- نذرانو. (ص) مريدن جو.

مُريدي: ث. اطاعت- فرمانبرداري. عقيدتمندي.

مَريڙو: ذ. هڪ قسم جو اوپيڙ (ساڳ طور ڪم اچي).

مَريض: ص(ع) بيمار- روڳي- عليل. جڏو- مرضيل.

مَريڪَت: ث. پاسخاطري. لحاظ- رياءُ.

مَريَم: ث (ع) پارسا- پاڪدامن. (اسم خاص) حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ماءُ جو نالو.

مَريم گُل: ذ. هڪ قسم جو خوشبودار گل.

مَرينو: ذ(ف) هڪ قسم جو اوني ڪپڙو (جيڪو خاص قسم جي رڍن جي اُن مان ٺهي).

مريو: ذ. جيت جو هڪ قسم.

مَريو: ذ. پير جي مٿان وارو هڏو- پيڏي.

مڙَ: ذ. مڙس- ڌاوند. خدا.

مڙُ: ظ. سڀ- جملي- سيئي.

مڙدُ: ذ(ف) مرد. مڙس.

مَڙدانو: ص. پهلوان- جانٺو- ڏڳ.

مُڙدو: ذ(ف) مُردو. ميت- لاش.

مُڙسُ: ذ. مرد ماڻهو. (ص) گهروارو- ڌاوند- پتار. سورهيه- دلير.

مُڙسان مُڙسي: ث. زوري زبردستي- ڏاڍائي- ارهزورائي. جرئت.

مُڙسالو: ذ. مرد ماڻهو. مُڙس.

مُڙسائو: ص. مردانو.

مڙس ٿيڻ: همت ڌارڻ- حوصلو ڪرڻ.

مُڙس ماڻهو: ص. بهادر. دلير- جوڌو- باهمت.

مُڙسي: ث. سگهه. همت- طاقت. جرئت. بهادري.

مُڙسي نه هئڻ: نامردهئڻ. بزدل هئڻ.

مُڙسيتي: ص. مُڙس واري (عورت)- سهاڳڻ.

مڙنئان: ظ. مڙني کان- سيني کان.

مڙنُ: م. ملڻ- گڏ جڻ. پڙڻ- ڳنڍ جڻ. ميڙ ٿيڻ. انبوه ٿيڻ. روبرو ٿيڻ.

مينهن يا ڍڳي ءَ وغيره جو کير ڏهائڻ لاءِ آماده ٿيڻ.

**مُڙَنُ:** م. ڦرڻ- مُڙي وڃڻ. ورڇڻ. موٽڻ- واپس اچڻ. موٽ کائڻ. هٽڻ (بيماري). ور کائڻ. ڦيرو کائڻ. باز اچڻ (ڪنهن ڪم کان). آن ميڄڻ. لڙڻ (سج).

**مُڙنو:** ص. مڙي ويندڙ- مُڙندڙ. چيو ڪندڙ.

**مُڙنو جُڙنو:** ص. نرم طبيعت وارو- هٺ نه ڪندڙ.

**مَڙهُ:** ذ. لاش. مثل جسم.

**مَڙهُ:** ذ (سن: مَٺ) ماڳ. ٽڪاڻو. آستان.

**مڙهه مُقامُ:** ذ. جاءِ جڳهه- گهر گهاٽ- نام نڪاڻو.

**مڙهه مقام مان موٽڻ:** اڻ ٿيڻي ڳالهه ٿيڻ.

**مڙهه مقام نه هئڻ:** ڪو به نڪاڻو نه هئڻ.

**مَڙهائڻُ:** م. واڻائڻ (ڪٽ). جڙائڻ (موتي).

**مَڙهائي:** ث. مڙهڻ جو اجورو- مڙهائي.

**مَڙهت:** ث. مڙهڻ يا جڙڻ جو ڪم. پوچ (موتين جي). ترتيب يا سلسلي سان پوچ (موتين، ڌاڳن، منڪن وغيره جي). ڪٽ واڻڻ جي ترتيب.

**مَڙهڻُ:** م. جڙڻ (موتي). پوچ ڪرڻ. واڻڻ (ڪٽ. ڪرسي وغيره). کل چاڙهڻ (دهل، نغاري تي). رکڻ (الزام). زوري حوالي ڪرڻ (ذميواري)

**مَڙهو:** ص. مڙهه وانگر نستو. ضعيف- هيڻو. پوڙهو- ڪراڙو. سست- ڪاهل. (ث. مَڙهي).

**مَڙهو:** ذ. پيٽن جي وچ واري هيٺاهين جُوءِ. هيٺاهين زمين.

**مَڙهي:** ث. (سن: مَٺ) جهڳي- جهوپڙي. سناسين جو آستان. ننڍڙو ٽڪاڻو. ڪڏڙن جو ٽڪاڻو.

**مُڙهي:** ث. روئي لاءِ ڪپڙ ڪرڻ جي مُٺ. سارين جا ننڍا ننڍا اُسلا.

**مَڙهيار:** ص. مڙهت ڪندڙ. لکل- ڍڪيل. جڙيل.

**مڙئي:** ظ. ڪل- سڀ- جملي.

**مڙي:** ظ. گڏ جي- ملي.

**مڙي سڙي:** ظ. گڏ جي سڏ جي- رلي ملي.

**مڙيلُ:** ص. جنهن سالن جمار وارو وهٽ (جنهن کي سڀ ڏند چڙهي وڃن).

**مُڙيل:** ص. چيو- ڏنگو. لچڪدار.

**مڙيئي، مڙيوئي:** ظ. سيوئي- سيڪجهه.

**مِزاجُ:** ذ (ع) طبيعت- سرشت. گڻ- خاصيت. عادت. خصلت- سڀاءُ. تڪبر- فخر- وڏائي. ناز- نخرو.

**مزاج پرسي:** ث. طبيعت جي پڇا (بيماريءَ جي حالت ۾).

**مزاج بحال ٿيڻ:** مرض ۾ افاقو ٿيڻ.

**مزاج گرم ٿيڻ:** ڪاوڙ اچڻ- ڏمر جڻ.

**مزاج ڪرڻ:** غرور ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ. نخرا ڪرڻ.

**مزاجي:** ص. مغرور- هٺيلو. ڪراهتي- سوڳارو.

**مَزاح:** ذ (ع) چرچو گهٻو- خوشطبعي- کل ڀوڳ.

**مُزاحم:** ذ (ع) اٽڪاءُ وجهندڙ. ڏک رسائيندڙ.

**مُزاحم ٿيڻ:** اٽڪاءُ وجهڻ- روڪڻ- رنڊڪ وجهڻ.

**مُزاحمت:** ث (ع) روڪ- جهل. منع.

**مَزارُ:** ث (ع) زيارت ڪرڻ جي جاءِ- درگاهه- آستانو. قبر- تربت.

**مُزارعُ:** ذ (ع) پوک ڪندڙ- هاري- ڪڙمي- ڪاشتڪار.

**مَزاري:** اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

**مَزدُورُ:** ذ (ف) روزاني اُجرت تي ڪم ڪندڙ. پورهيت. مزور- ڪمي. بارپري ڪڻ جو ڪم ڪندڙ.

**مَزدوري:** ث. ڪم جو معاوضو- اجرت. روزينو. محنت- پورهيو.

**مزمانُ:** ذ (ف: مهمان) جيڪو ترسيءَ ماني ٽڪي کائي- مهمان- دعوتيو.

**مزماني:** ث. مهماني- دعوت.

**مزماني ڏيڻ:** مهمان نوازي ڪرڻ. مهمانيءَ جي دعوت ڏيڻ.

**مَزو:** ذ (ف) سواد- ذائقو. ساءُ- لطف. چشڪو. رس. عيش. خوشي. فرحت. رونق. تماشو- چهچٽو. سرور.

**مزا ڪرڻ، مزا وٺڻ:** لطف وٺڻ. تماشا ڪرڻ. عيش ڪرڻ. لذت وٺڻ.

**مزا مائڻ:** عيش ڪرڻ. موجون ڪرڻ.

**مزو اچڻ:** لذت اچڻ- سواد اچڻ. راحت ملڻ. خوشي ٿيڻ. سرور اچڻ.

**مزو چکائڻ:** سيکت ڏيڻ- ڇٽ ڪرڻ.

**مزو ڇڏي وڃڻ:** بي سواد ٿي وڃڻ. خراب ٿي وڃڻ.

**مزو ڏسڻ:** تماشو ڏسڻ. مزو چکڻ.

**مزو نه رهڻ:** اڳوڻو اوج باقي نه هجڻ.

**مزو وٺڻ:** لطف حاصل ڪرڻ. عيش ڪرڻ.

**مزي ۾ اچڻ:** ڏاڍي موج ڪرڻ.

**مزي جهڙو:** ص. تماشي وارو- وندرائيندڙ. حيرت جهڙو- انوکو وڻندڙ. دلچسپ.

**مزيدارُ:** ص. لذيذ- سوادي. لطف وارو- وڻندڙ.

**مَزيداري:** ث. لذت- مزو. ذائقو- سواد. لطف.

مَزُورُ: ذ(ف) مزدور- پورهيت- ڪمي.
مَزُوري: ث. مزدوري- پورهيو. حمالي. مزدوريءَ جو اُجورو.
مَزِيدُ: ص(ع) زياده- وڌيڪ. گهڻو. سرس.
مُزَيَن: ص(ع) سينگاريل- آراسته- سَجايل.
مُژده: ذ(ف) خوشخبري. مبارڪباد. بشارت.
مژگان: ذ(ف) پَلڪَ- اکين جا ڇپر.
مژه: ذ(ف) پَلڪ (اک جو)- ڇپر.
مَسُ: ذ(ع) ڇُهاءُ- لائڻ (هٿ وغيره).
مَس ٿيڻ: پاڻ ۾ گهڄڻ- گسڻ- لڳڻ.
مَس ڪرڻ: هٿ لڳائڻ- ڇُهڻ.
مَسَ: ظ. لاچار- ورلي.
مَس مَس: ظ. مشڪل سان- ڏاڍي لاچار سان.
مَسِ: ث. مُڇن ۽ ڏاڙهيءَ جو ريهُ. ڏاڙهيءَ مُڇَ جي ساوڪَ.
مَسُ: ث. لکڻ لاءِ ڪاري، ڳاڙهي، نيري رنگ جي پاڻيٺ- سياهي (عام طور مَسُ ڪاري ٿئي).
مِسِ: ث(انگ) ڪنواري ڇوڪري- دوشيزه. پُل- چُڪ.
مِس ٿيڻ: گُسي وڃڻ. رهجي وڃڻ. غلطي ٿيڻ.
مِسُ: ذ(ف) ٽامو.
مَسا: ث(ع) شام- سانجهي.
مَساحَت: ث(ع) زمين جي ماپ.
مَساجِدَ: ث(ع) 'مسجد' جو جمع- مسجدون.
مُساعِد: ذ(ع) مددگار- معاون.
مَساعي: ث(ع) ڪوششون- حيلا.
مَسافَت: ث.(ع) دوري- مفاصلو.
مُسافِرُ: ث(ع) سفر ڪندڙ- پانڌي- راهي. پرديسي.
مُسافِراڻو: ص. مسافرن وانگر. مسافر جو.
مُسافِرَت: ث. سفر. پنڌ- مفاصلو. پرديس.
مسافرخانو: ذ. مسافرن جي رهڻ جي جاءِ- سراءِ.
مُسافِري: ث. سفر. پنڌ- مفاصلو. پرديس.
مَساڪِينَ: ذ(ع) "مسڪين" جو جمع. غريب- محتاج- ڪنگال.
مُساڳُ: ذ(ع: مِسواڪ) ڏندن جي صفائيءَ لاءِ اڪثر وڻ جو ڇوڏو.
مُساڳ مِسي: عورت جي سُونهن جو سامان.
مَسالو: ذ. مصالحو.
مَسامَ: ذ(ع) پگهر نڪرڻ لاءِ جسم جا سنها سوراخ- ڏونءِ (پگهر عام طرح وارن جي پاڙن مان نڪرندو آهي).
مَسانُ: ذ. هندن جي مڙدن ساڙڻ جي جاءِ- مرگهٽ.
مَساڻي: ص. مسان وارو- مڙدا ساڙيندڙ. ضدي ماڻهو.
مُساوات: ث(ع) برابري- هڪجهڙائي- يڪسانيت.
مُساوي: ص(ع) برابر. يڪسان- هڪجهڙو. هموزن.
مَسائِلَ: ذ(ع) مسئلا- معاملا.
مُسائِڻ: م. ڏاهڻ- ڦٽائڻ. ناس ڪرڻ- نابود ڪرڻ. سخت تڪليف ڏيڻ.
مُسَبِبُ الاَسباب: ذ(ع) سبب پيدا ڪندڙ. خدا تعالى.
مُسَبَعَ: ص(ع) ست حصا ڪيل. (ذ) ستن مصرعن وارو شعر.
مَستُ: ص (ف) نشي ۾ چُور- متوالو. مخمور. سرشار. بيخود- مدهوش. الهوت. ديوانو- چريو. مجذوب. بيپرواهه. خوش.
مَست اَلست: مجذوب متوالو. چريو چريٽ.
مَستانُ: ص. مستانو- مست. عاشق.
مَستانگي: ث. مست الست هئڻ واري حالت.
مستانو: ص. خماريل- مخمور. چريو- پاڳل- ديوانو. مجذوب. بورالو. (ث. مستاني).
مَستائڻ: م. نشو پياري مدهوش ڪرڻ. مست ڪرڻ.
مَستائي: ث. جوش (نشي، شهوت جو). مغروري. مستي.
مُستَثنيٰ: ص(ع) چونڊيل- ڇانٽيل. جدا ڪيل. الڳ- علحيدو.
مُستجابُ: ص(ع) جواب ڏنل. پڌل. قبول ڪيل.
مستجاب الدعوات: ذ. اهو ماڻهو جنهن جي دعا قبول ٿيندي هجي.
مَستجڻ: م. ديوانو ٿيڻ. نشو چڙهڻ. شهوت ۾ پرجڻ.
مُستَجيبُ: ص(ع) جواب ڏيندڙ. دعا قبول ڪندڙ.
مُستَحَبُ: ص(ع) پسند ڪيل- چونڊيل. محبت ڪيل. رسول الله ﷺ جو ڪو به پسند ڪيل ۽ عمل ڪيل ڪم.
مُستَحسَنُ: ص(ع) سنو- وڻندڙ. نيڪ- چڱو. ڀلائيءَ وارو.
مُستَحقُ: ص.(ع) حق رکندڙ- حقدار. جوڳو- لائق.
مُستَحڪَم: ص(ع) پڪو- مضبوط- پائدار. قائم. اٽل.
مَستَر: ث. ليڪن ڪڍڻ جي پٽي. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.
مُستَرد: ص(ع) موٽايل. رد ڪيل.
مُسترد ڪرڻ: رد ڪرڻ. موٽائي ڏيڻ.
مستري: ص. مشتريءَ جو ڪم ڪندڙ.
مُستَزاد: ص(ع) وڌايل. عروضي شاعريءَ جي اصطلاح موجب هر مصرع کان پوءِ وڌايل هڪ رڪن.

مُستَشرق: ص. مشرقي ٻولين ۽ علم جو ڄاڻو يورپي.
مُستَطِيلُ: ذ (ع) چوپاسي شڪل جنهن جا آمهون سامهون وارا ٻه پاسا برابر هجن.
مُستَعارُ: ص (ع) اُڌارو- اُڌاري طرح گهري ورتل.
مُستَعَدُ: ص (ع) تيار. موجود. هوشيار.
مُستعدي: ص (ع) تياري- ڦڙتي. جلدائي.
مُستَعفي: ص (ع) استعيفيٰ ڏيندڙ- نوڪري ڇڏيندڙ.
مُستَعمَل: ص (ع) استعمال ڪيل- ڪم ۾ آيل. مروج. چالو.
مُستَغرق: ص (ع) ٻڏل- غرق. ڪم ۾ رڌل.
مُستَغني: ص (ع) آزاد- بيپرواهه. دولتمند- امير. بي نياز.
مُستَغفر: ص (ع) استغفار ڪندڙ- معافي گهرندڙ.
مُستَغيث: ص (ع) فريادي- دانهين- مدعي.
مُستَفسر: ص (ع) پڇاڳاڇا ڪري پڪ ڪندڙ. تحقيق ڪندڙ.
مُستَفِيد: ص (ع) فائدو گهرندڙ. فائدو حاصل ڪندڙ.
مُستفيض ٿيڻ: فيض حاصل ڪرڻ
مُستَفِيضُ: ص (ع) فيض گهرندڙ. فيض حاصل ڪندڙ.
مُستَقبِل: ذ (ع) ايندڙ وقت- آئيندو. ايندڙ وقت سان تعلق رکندڙ.
مستقبل جي سوچ: آئيندي جو اونو- سياڻي جو فڪر.
مُستَقَر: ذ (ع) ويهڻ جي جاءِ. ترسڻ جو هنڌ. ٽڪاڻو.
مُستَقَل: ذ (ع) هميشه- سدائين. مضبوط- اٽل. پڪو (ملازم)
مُستَقَل مزاج: ذ. اٽل ارادي وارو- ثابت قدم.
مُستقِيم: ص (ع) سنئون- سڌو. درست- صحيح. سڌو بيٺل- اُڀو.
مَستَڪ: ذ (سن) مٿو- ڪپراٽي؛ پيشاني.
مُستَمند: ص (ف) غمگين. حاجتمند.
مُستَنَدَ: ص (ع) سَنَدَ مليل- تصديق شده- اعتبار جوڳو.
مَستُور: (ع) لڪل- ڳجهو- مخفي.
مَستُورات: ث (ع) پرده نشين زالون. زالون- عورتون.
مَستوني: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
مُستَوِي: ص. موافق- ساريڪو. هموار.
مَستي: ث (ف) نشو- خمار. نفساني جوش. خوشيءَ جو جوش. حرڪت. ڪيچل. شرارت.
مستي ڪرڻ: حرڪت ڪرڻ- شرارت ڪرڻ. ڪيچل ڪرڻ.
مستيءَ ۾ اچڻ: نفساني خواهش تيز ٿيڻ.
مُستي: ث. مناڻ. ڳَڙ مان نهيل ڳاڙهي کنڊ. ڳُڙ جي ڀور.

مستَرُ: ذ (انگ) جناب. صاحب. محترم. معزز.
مَسجِدَ: ث (ع) سجدو ڪرڻ جي جاءِ. نماز پڙهڻ لاءِ خاص اڏاوت- مسيت.
مَسجد اقصيٰ: اسم خاص. فلسطين ۾ حضرت سليمان عليه السلام جي نهرايل مسجد (لفظي معنيٰ پري واري مسجد، ڇاڪاڻ ته مڪي کان پري آهي).
مَسجد حَرام: اسم خاص. ڪعبو- ڪعبة الله.
مسجد نبوي: اسم خاص. مديني منوره ۾ نبي سڳوري (ﷺ) جي اڏايل مسجد.
مسجدي اسڪول: نيم پرائمري اسڪول.
مُسَجَع: ذ (ع) سم قافيه الفاظ (واري عبارت يا مضمون)- مُقَفيٰ (نثر جنهن ۾ قافيا جملن جي آخر ۾ هجن)
مسجَڻ: ۾. ڳَڏجڻ- ملڻ. ڀلي ملي وڃڻ. ملاوت ٿيڻ.
مَسجَڻ: ۾. عادي ٿيڻ. نقصان ۾ ٻوڙڻ.
مَسجُود: ص (ع) سجدو ڪيل. جنهن کي سجدو ڪجي
مَسَحُ، مَسحو: ذ (ع) اگهڻ- ملڻ (هٿ). وضو يا غسل ۾ ڪن خاص عضون کي هٿ سان مهٽڻ يا صاف ڪرڻ. وضوءَ ۾ پاڻيءَ سان ڀڳل ٻئي هٿ نڪ کان ڪياڙيءَ تائين لڳائڻ. طهارت
مَسحو ڪرڻ: وضو ڪرڻ. طهارت ڪرڻ.
مَسحُور: ص (ع) جنهن تي جادو ٿيل هجي.
مسخ: ص (ع) سٺي حالت مان بد ٿيڻ، خراب حالت ۾ اچڻ اصلي مان ادنيٰ. بگاڙو. خراب تبديلي
مُسَخر: ص (ع) فتح ڪيل. تابع ڪيل. قبضي ۾ ڪيل
مَسخرو: ص (ع) چرچائي- ظريف- ٺوڳائي.
مَسخري: ث. چرچو گهٻو- ڪِل پرچُ. ٺٺولِ.
مَسخري ڪرڻ: ٺٺول ڪرڻ- مذاق ڪرڻ. چرچو گهٻو ڪرڻ.
مُسَدسَ: ذ (ع) اهو نظم جنهن ۾ ڇهن مصراعن جو بند هجي. ڇهن مصراعن جو بند. ڇهه ڪُنڊي شڪل.
مَسدُود: ص (ع) بند ڪيل- رو ڪيل.
مسرُ: ذ (سن) مشر- ٻانيڻ- برهمڻ.
مَسَرَت: ث. (ع) خوشي- سُرهائي.
مسرت ڀريو: ص. خوشيءَ وارو.
مُسرِف: ص (ع) اجايو خرچ ڪندڙ- اسراف ڪندڙ
مَسرُور: ص (ع) خوش- سرهو- شاد.
مَسرُوق، مَسروقه: ص (ع) چورايل- چوري ڪيل.

**مَسڙي:** ث. ڏاڙهي اچڻ جي شروعات. ڏاڙهيءَ جي ريهه- ساوڪ.

**مَسڙيارو:** ص. ڪاري ريهه ڏاڙهيءَ وارو. مصلحت وارو- عقلمند.

**مسز:** ث (انگ) بيگم- شادي شده خاتون.

**مُسَطح:** ص(ع) پکڙيل. ورچيل. ويڪرو. هموار- سندريل (پَٽ).

**مَسطر:** ث(ع) ڪاغذ تي ليڪن ڪڍڻ جو اوزار. پٽي. فوٽ پٽي.

**مَسعُود:** ص(ع) سڀاڳو. نيڪ. خوش قسمت- بختاور.

**مَسڪرات:** ث(ع: سڪر) نشيدار شيون.

**مُسڪرائڻ:** م. مُرڪڻ- مُشڪڻ- کلڻ.

**مُسڪراهٽ:** ث. مُرڪ- تبسم- مشڪ.

**مَسڪن:** ذ(ع) رهڻ جي جاءِ. رهڻ جو هنڌ. گهر. نڪاتو.

**مَسڪو:** ذ(ف) مکڻ.

**مَسڪو هڻڻ:** خوشامد ڪرڻ.

**مُسڪو:** ص. ٿلهو- متارو.

**مسڪين:** ص(ع) غريب- ڪنگال. مفلس. عاجز. ويچارو.

**مسڪين طبع:** ص. غريب. حليم- بردبار. ابالو. بيوس. مانيتو.

**مسڪيني:** ث. غربت. مفلسي- ناداري.

**مُسَلح:** ص(ع) هٿيار بڌل- هٿياربند- هٿيارن پنوهارن سان.

**مُسلسل:** ص(ع) سلسلي ۾ رکيل- سلسليوار. لاڳيتو. هڪ ٻئي پويان.

**مُسلط:** ص(ع) تسلط يا قبضو ڪندڙ- قابض. غالب. فاتح.

**مُسلط ڪرڻ:** زوري مڙهڻ. لازمي ڪرڻ.

**مَسلڪ:** ذ(ع) رستو- راه. طريقو. رسم- رواج. سلوڪ جي راه.

**مُسلم:** ذ(ع) مذهب اسلام جو پوئلڳ- مسلمان.

**مُسَلَّم:** ذ (ع) تسليم ڪيل- مڃيل. سڄو سارو- سالم. مڃڻ جوڳو. صحيح- درست.

**مُسلمان:** ذ(ع) مذهب اسلام جو پوئلڳ- مسلم.

**مُسلمان ٿيڻ:** اسلام آڻڻ- دين اسلام قبول ڪرڻ- ڪلمو پڙهي ايمان آڻڻ.

**مُسلماني:** ث. مسلمانن واري (رسم). سُنت- طهر- ختنو.

**مَسلو:** ذ. مذهبي سوال- مسئلو. رٿ- نهراءُ- تجويز.

**مُسلو:** ص. مسلمان- مسلم.

**مُسَمات:** ث (ع) نالو رکيل عورت (عورتن جي نالي سان گڏ استعمال ٿيندڙ لفظ).

**مسمار:** ذ(ع) ميخ- ڪلي. (ص) ڪيرايل- ڊاٺل. تباهه- برباد.

**مسمار ڪرڻ:** ڊاهڻ- تباهه ڪرڻ.

**مسمريزم:** ذ (انگ) خيال يا تصور ذريعي ٻئي جون ڳالهيون پڌريون ڪرڻ جو علم- هپناٽزم جو هڪ قسم.

**مسميسو:** ص سُس پُس ڪندڙ. گوتنات ڪندڙ. ڪانڌوارو- صابر.

**مَسمُوم:** ص(ع) زهريلو- زهري.

**مُسمّيٰ:** ص (ع) نالو رکيل مرد (مردن جي نالي سان استعمال ٿيندڙ لفظ).

**مَسنَد:** ث: ص (ع) اها جاءِ جتي ٽيڪ ڏيئي ويهجي. صندل. گادي- تخت.

**مَسند نشين:** ص. تخت تي ويهندڙ. بادشاهه.

**مُسَند:** ذ. چهنڊي. بدن تي فرحت لاءِ گهمايل هٿڙا- ٺڏڙا.

**مُسند ڏيڻ:** ٺڏڙا ڪيڻ- هٿڙا گهمائڻ.

**مَسنُون:** ص (ع) تکو ڪيل. سراڻ چڙهيل. صاف ٿيل. اهو ڪم جيڪو نبي سڳوري (ﷺ) خود ڪيو هجي- سُنت. جائز- درست.

**مَسَڻ:** ذ (سن) هندن جي مڙدن ساڙڻ جي جاءِ- مَساڻ.

**مِسَڻ:** ث. واريءَ جيڪي مٽيءَ واري زمين.

**مسڻ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**مَسڻ:** م. ڪومائجڻ. جهيڻو ٿيڻ. هڄڻ. اُجڙ ٿيڻ. تڪليف ۾ اچڻ.

**مَسو:** ذ. جسم تي اُڀريل ڪارو داڻو- هَسو.

**مسو:** ذ. ٻن ڇڻن انا جن جي اٽي کي ملائي ان مان پچايل ماني- الوٽي ماني.

**مسوتسو:** ص. الوتو سلوتو- چهرو.

**مَسوارڙ:** ث. جاءِ جو ڀاڙو يا ڪرايو. ڪا شيءِ استعمال ڪرڻ جو اجورو- ڀاڙو.

**مَسوارڙي:** ص. مسوارڙتي وٺل- ڪرائيدار.

**مسواڪ:** ذ(ع) ڏندڻ.

**مُسوَدو:** ذ (ع) اها لکت جنهن ۾ پوءِ تصحيح ٿي سگهي. ڪنهن ڪتاب يا مضمون جي اصل تحرير- قلمي نسخو.

**مَسُور:** ث. هڪ قسم جي پوک ۽ ان جو ٻج (دالين ۾ شمار ٿئي)- مهري.

**مُسهل:** ص(ع) جلاب آڻيندڙ- قبض ڪُش.

**مُسهو:** ص. نسهندڙ. حاسد.

**مَسئلو:** ذ(ع) سوال. فقهه بابت سوال. معاملو.

**مَسئلا پيدا ڪرڻ:** آزار مچائڻ- معاملا ڪڙا ڪرڻ.

**مَسئُول:** ص(ع) جنهن کان سوال ڪيو وڃي- جواب ڏيندڙ- ذميوار.

**مسي:** ث. عورتن جي سينگار جو هڪ وکر (ڏندن کي لڳائڻ جو پائودر، جنهن سان ڏندن ۽ مهارون ڳاڙها ٿين).

**مَسيت:** ث.مسجد-مهت.

**مَسِيحُ:** ذ(ع) حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو لقب. جيئرو ڪندڙ.

**مَسيحا:** ذ.مسيح.ويج-طبيب.

**مَسيحائي:** ث.حضرت عيسيٰ ءَ وانگر جيارڻ جو عمل.

**مَسيحي:** ص.حضرت عيسيٰ جو پوئلڳ-ڪرستان.

**مُشابہ:** ظ(ع) جهڙو-مثل-موافق.

**مُشابهت:** ث.هڪجهڙائي-مطابقت.برابري.پيٽ.

**مَشاري:** ص.مشهورو-ناليرو-هاڪارو.

**مُشاطہ:** ث (ع) عورتن کي سينگار ڪرائيندڙ عورت (جيڪو ڪم عموماً حجامڻ ڪري). سڳابندي ڪرائيندڙ وچ واري عورت.دلالڻ.

**مُشاعِرو:** ذ (ع) شاعرن جو گڏ ٿي شعر خواني ڪرڻ جو شغل. شاعرن جو اجتماع.

**مُشاعرو پڙهڻ:** مشاعري ۾ شعر پڙهڻ.

**مَشاغل:** ذ(ع) "مشغل" جو جمع. ڪم ڪار پورهيو.وندر.

**مُشافہ:** ذ(ع) روبرو-سامهون.

**مَشاق:** ص(ع) جنهن جي گهڻي مشق ڪيل هجي- مهارت رکندڙ- تجربيڪار-ماهر.

**مَشال:** ذ.مَشعل-ڏياٽي.

**مَشالچي:** ص.مشعل ڪندڙ-مشعل بردار.

**مَشامَ:** ذ(ع) قوت شامہ جي جاءِ- دماغ.سونگهڻ جو حس.

**مُشاورت:** ث(ع) صلاح مصلحت-مشورو.

**مُشاورتي ڪائونسل:** ذ.گڏيل صلاح مشوري جي ڪاميٽي.

**مُشاهدات:** ذ(ع) ڏيکاءَ-نظر ۾ آيل حقيقت.

**مُشاهَدو:** ذ (ع) نظارو.تماشو.معائنو.تجربو.تصوف جي اصطلاح ۾ انوار الاهيءَ جو نظارو-ديدار.

**مشاهدو مائڻ:** ديدار ڪرڻ.لقاءَ ڏسڻ.

**مُشاهرو:** ذ(ع) ماهوار پگهار.ماهيانو وظيفو.

**مَشاهيرَ:** ذ(ع) "مشهور" جو جمع. نامور ماڻهو-مشهور ماڻهو- وڏا ماڻهو (جن کو ڪارنامو ڪيو هجي).

**مَشائخ، مَشايخ:** ذ(ع) "شيخ" جو جمع. بزرگ ماڻهو-دين جا اڪابر.صوفي سڳورا (جيڪي مرشدي جي رتبي کي پهتل هجن)

**مَشائخي:** ث.بزرگي.پارسائي.

**مُشَبہ:** ص(ع) تشبيه ڏنل (شيءِ ڳالھ).

**مُشت:** ث(ف) مُٺ.مُڪ.لپَ.

**مُشت اُستخوان:** ذ.هڏن جي مُٺ.تمام ضعيف.

**مُشت خاڪ:** ث.مٽيءَ جي مُٺ.انسان.دنيا.

**مُشتَ زني:** ث.مُٺ هڻڻ-جلق.

**مُشت غُبار:** ث.دز-لٽ.مثل ماڻهو جي ڳريل جسم جي مٽي.

**مُشتاقُ:** ص(ع) خواهشمند-طالبو-گهورو-شائق.منتظر.

**مُشتَبہ:** ص(ع) جنهن تي شڪ هجي-شڪي.

**مُشترَڪ:** ص(ع) گڏيل-شريڪ ٿيل.ڳنڍيل-لاڳو.

**مُشتَري:** ذ(ع) خريدار.هڪ گرھ جو نالو.

**مُشتَعِل:** ص(ع) ٻرندڙ- باھ وانگر ٻريڙ ڪندڙ.

**مُشتَق:** ذ(ع) ڪنهن مصدر مان نڪتل لفظ.

**مُشتَمِل:** ص(ع) شامل-شريڪ-گڏيل.

**مُشتَهَر:** ص(ع) مشهور ڪيل.اعلان ڪيل.ڊنڊورو ڏنل.

**مَشُت:** ث.ماٺ-چپ-خاموشي-سناٽو.

**مُشتَنڊو:** ص.سٽرونڊ-ڏٽو مٽو.

**مَشَر:** ص.مشهور-ناميارو.

**مشر:** ذ.برهمڻ لاءِ آدرڀاءَ جو لفظ-برهمڻ.

**مَشرَب:** ذ(ع) پاڻي پيئڻ جي جاءِ (حوض، چشمو).دين-مذهب. طريقو-ريت.

**مُشرَف:** ص(ع) شرف ڏنل-معزز.

**مُشرَف بہ اسلام:** ذ.مسلمان ٿيڻ جي عزت حاصل ٿيڻ

**مُشرف ٿيڻ:** ڪنهن بزرگ يا پاڻ کان وڏيڪ معزز شخص سان ملاقات ٿيڻ.عزت حاصل ڪرڻ.

**مَشرِق:** ذ(ع) سج اُڀرڻ وارو طرف-اُڀرندو-اوڀر-پورب.

**مَشرِقي:** ص.اڀرندي جو-پوربي.

**مُشرِڪ:** ص(ع) شرڪ ڪندڙ- خدا سان ٻئي معبود کي شريڪ ڪندڙ-بت پرست.

**مُشرِڪانہ:** ص.بُت پرستيءَ وارو-شرڪ وارو.

**مُشرُو:** ذ.گڏيل سٽيءَ ڪپڙو.

**مَشرُوط:** ص(ع) شرط ڪيل.پابند-ٻڌل.

**مَشرُوع:** ص(ع) شرع جي موافق.(ذ) گڏيل سوٽيءَ ريشمي ڪپڙو.

**مَشعَل:** ث (ع) ڪپڙي جو مُچو جيڪو ڪاٺيءَ جي چوٽي تي ٻڌي،تيل ۾ ٻوڙي ٻاري جي-ڏياٽ.

**مَشعل بردار:** ص.مشعل ٻاري کڻي هلندڙ.

**مَشعَلچي:** ص.مشعل ٻاريندڙ.

**مَشغَلو:** ذ(ع) ڪم-ڪرت-ڌنڌو.پورهيو وندر-تفريح.

**مَشغُولُ:** ص(ع) ڪم ۾ رڌل- مصروف.

**مَشغُولِي:** ث. ڪرت- ڌنڌو. ونڊر. مصروفيت.

**مُشفِق:** ص(ع) مهربان- همدرد- شفيق.

**مُشفقانو:** ص. همدرديءَ وارو- شفقت وارو.

**مَشق:** ث(ع) تجربو- آزمودو. جلد ۽ رواني ءَ سان ڪم ڪرڻ جي عادت. اکرن پڇائڻ لاءِ ڦرهي ءَ وغيره تي وري وري لکڻ.

**مشق پَچائڻ:** شاگرد جو صورتخطي ءَ کي پڪو ڪرڻ.

**مَشقِ سُخن:** ث. شعر چوڻ جي مهارت. شعرگوئي.

**مَشق ڪرڻ:** ڪو به ڪم وري وري ڪرڻ.

**مُشقت:** ث(ع) محنت. پورهيو. ڪشالو. جانفشاني.

**مَشڪ:** ث(ع) پکال- سنڌارو.

**مُشڪ:** ث(س) ڏؤنرو (ٻانهن جو). گوشت جي سنڌي. مُرڪ- چپن ۾ کِل- آهستي کِل.

**مُشڪون ٻڌڻ:** ٻانهن جا ڏونرا ورائي پٺن کان ٻڌڻ. قابو ڪرڻ.

**مُشڪ، مُشڪُ:** ث(ف) هڪ قسم جي خوشبو (جيڪا هرڻ جي پيٽ مان ٿيلهي جي صورت ۾ نڪرندي آهي)- ڪٿوري.

**مُشڪبار:** ص. نهايت خوشبودار- سُرهو.

**مُشڪ بُو:** ص. خوشبودار- سُرهو.

**مُشڪ خُتن:** ث. 'ختن' جي علائقي جي مشڪ (جيڪا نهايت اعليٰ قسم جي ٿئي).

**مُشڪ فام:** ص. مُشڪ جي رنگ جهڙو- مُشڪي.

**مَشڪرو:** ص. (ع: مسخره) مسخرو- چرچائي.

**مَشڪري:** ث. چرچو ڀوڳ- مسخري.

**مُشڪِل:** ص (ع) ڏکيو- دشوار- اوکو. (ث) ڏکيائي- سختي- تڪليف مصيبت.

**مُشڪل آسان ٿيڻ:** مصيبت دور ٿيڻ. سختي لهڻ. سڪرات سولي ٿيڻ.

**مُشڪلات:** ث(ع) 'مشڪل' جو جمع (پر سنڌيءَ ۾ واحد طور ڪم اچي) تڪليف- ڏکيائي.

**مُشڪلات حل ڪرڻ:** مصيبت مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ. اهنج دور ڪرڻ.

**مُشڪلات ۾ ڪم اچڻ:** مصيبت ۾ مدد ڪرڻ.

**مُشڪلڪُشا:** ص(ف) مشڪل حل ڪندڙ. مصيبت دور ڪندڙ. اهنج لاهيندڙ. عام اصطلاح ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جو لقب.

**مشڪلڪشائي:** ث. تڪليف دور ڪرڻ. مصيبت کان نجات.

**مُشڪڻ:** م. چپن ۾ کلڻ- مُرڪڻ. ٻاٻوهڻ. خوش ٿيڻ.

**مُشڪو:** ذ. ننڍڙو هيرو- لالڙي.

**مشڪواة:** اسم خاص(ع) حديثن جو مشهور ڪتاب

**مَشڪُورُ:** ص(ع) شڪر ڪيل. احسانمند- ٿورائتو- شڪرگذار.

**مَشڪُوڪُ:** ص(ع) شڪ ڪيل- شڪي. گماني.

**مُشڪي:** ص. مُشڪ جي رنگ جهڙو. ڪارو- سياه. سانورو. سياهي مائل (ذ) ڪاري رنگ جو گهوڙو.

**مُشڪيزه:** ذ(ف) ننڍڙي پکال.

**مَشمُولَ:** ص(ع) شامل ڪيل- ملايل.

**مِشن:** ذ (ع) عيسائين جي تبليغي انجمن. سفارتي وفد. (انگ) ڪل- انجڻ.

**مِشن اسڪول:** ذ. عيسائين جو اسڪول.

**مشنري:** ص(انگ) عيسائي تبليغي جماعت جو رڪن.

**مَشورو:** ذ(ع) صلاح مصلحت- تجويز. رٿابندي.

**مَشورو ڪرڻ:** صلاح ڪرڻ. سٽ سٽڻ.

**مَشهَد:** ذ(ع) حاضر ٿيڻ جي جاءِ.

**مُشهدو:** ذ. رؤنشو- مسخري. تماشو.

**مَشهُود:** ص(ع) حاصل ڪيل. ثابت ڪيل. موجود- حاضر

**مَشهُورُ:** ظ(ع) نامور- نالي وارو- هاڪارو

**مَشهُوري:** ث. هاڪ- ناموس- ناموري.

**مَشيت:** ث(ع) خواهش- مرضي- ارادو. خدا تعاليٰ جي مرضي- تقدير

**مَشيرُ، مُشيرُ:** ص(ع) مشورو ڏيندڙ- صلاحڪار. راءِ ڏيندڙ.

**مَشيرنامو:** ذ. واردات جي موقعي جي لکت ۽ شاهدي.

**مَشيري:** ث. ميمبري. صلاحڪاري

**مَشين:** ث(انگ) ڪل.

**مَشينري:** ث. ڪل جا پرزا- ڪلون.

**مُصاحب:** ص(ع) هم صحبت. خاص دوست. ساٿي- رفيق.

**مُصاحبت:** ث. سنگت- دوستي. خلوص. رفاقت.

**مَصارف:** ذ(ع) خرچ پکا- اخراجات

**مصارف بيجا:** ذ. غير ضروري خرچ- فضول خرچ

**مُصافحو:** ذ(ع) هٿ ملائڻ- هٿ ڏيڻ (ملاقات وقت).

**مصالحت:** ث(ع) ميلاپ- ٺاهه- صلح.

**مصالحو:** ذ(ع) طعام يا ڪاڌي کي رڌڻ لاءِ ويگر. پيگل ٿانء. ٻهو وغيره کي ڳنڍڻ لاءِ ريهه.

**مصالحدارُ:** ص. ويگروارو- خوش ذائقي.

**مَصائب:** ذ(ع) "مصيبت" جو جمع. تڪليفون- سختيون.

**مُصحح:** ص(ع) صحيح يا درست ڪندڙ- تصحيح ڪندڙ.

**مُصحَفُ:** ذ(ع) گڏ ڪيل لکيل ڪاغذ. ڪتاب. قرآن شريف.

**مصداق:** ذ(ع) صداقت جو ثبوت. گواهي- شاهدي.

**مَصدَر:** ث (ع) نڪرڻ يا ڦُٽڻ جي جاءِ- جڙ- پاڙ. شروعات. سرچشمو. گرامر موجب اهو لفظ جنهن مان بيا لفظ ڦُٽي نڪرن.

**مُصَدَق، مُصَدَقہ:** ص(ع) تصديق ڪيل. آزمايل. سچو. صحيح.

**مصرُ:** ذ(ع) شهر- نگر- آبادي. آفريڪا سنڌ جو هڪ قديمي ملڪ.

**مصري:** ص. مصر جو. مصر جو وينل. (ث) مصري ٻولي.

**مُصِرَ:** ص (ع) ڪنهن ڳالهه يا ڪم تي ضد ڪري بيهندڙ. اسرار ڪندڙ. زور ڀريندڙ.

**مصرَع، مصرعہ:** ث (ع) علم عروض موجب شعر جو اڌ (هڪڙي سٽ).

**مصرع طرح:** ث. شعر جي اها سٽ جيڪا رديف ۽ قافيي جي پابنديءَ سان وڏيڪ شعر ناهڻ لاءِ مقرر ڪجي.

**مَصرَف:** ذ(ع) مطلب- غرض. خرچ ڪرڻ جو موقعو.

**مَصرُوف:** ذ(ع) رُڌل (ڪم ۾)- مشغول.

**مَصرُوفِيَت:** ث(ع) مشغولي (ڪم ۾)- رڌل رهڻ جي حالت.

**مصري:** ث. کنڊ جي چاشني مان ٺهيل مٺائي- قَندُ. مصر جي ٺهيل تلوار.

**مُصفيٰ:** ص(ع) صاف ٿيل- آنريل.

**مُصفي:** ص(ع) صاف ڪندڙ.

**مُصطَفيٰ:** ص(ع) چونڊيل- ڏٺيل- منتخب. (اسم خاص) آخري پيغمبر ﷺ جو لقب.

**مُصطَڪِي:** ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**مَصلِح:** ص(ع) درست ڪندڙ. سڌاريندڙ.

**مَصلَحَت:** ث (ع) سُٺي صلاح- نيڪ تجوير- بهتر راءِ. چڱائي- ڀلائي. صلاح- رٿ.

**مَصلحت انديش:** ص. مناسب ۽ معقول ڳالهه سوچيندڙ.

**مَصلحت ايزدي:** خدا جي حڪمت. خدا جي مرضي.

**مَصلحت وَقت:** وقت جي تقاضا- وقت جي مناسبت موجب.

**مَصلحَتاً:** ظ. صلاح موجب. پاڻمرادو

**مَصَلحتان:** ص. صلاح ڏيندڙ. صلاح مصلحت ڪندڙ.

**مُصَلو:** ذ(ع) نماز پڙهڻ لاءِ ڪپڙي جو فرش.

**مَصلُوب:** ص. سُوريءَ تي چاڙهيل- ڦاسي ڏنل- سليب چاڙهيل.

**مُصمَم:** ص(ع) مقرر ڪيل. ارادو ڪيل. رٿيل. پڪو- مضبوط.

**مُصمَم ارادو:** ذ. پڪو ارادو.

**مُصَنفُ:** ص(ع) ڪتاب لکندڙ- ليکڪ.

**مُصَنفِي:** ث. تحرير- تصنيف- مؤلفي.

**مَصنُوعات:** ث(ع) ناهيل شيون.

**مَصنُوعِي:** ص(ع) ناهيل- هٿراڌو. نقلي- جڙتو.

**مُصَوِر:** ص(ع) تصوير ناهيندڙ. نقاش. خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

**مُصوِري:** ث. تصويرون ناهڻ جو هنر. نقاشي.

**مُصِيبَت:** ث(ع) تڪليف- ڏک. آزار. ظلم. مشڪل- سختي. ويدن

**مُصيبت پوڻ:** آفت اچڻ. ويدن ٿيڻ.

**مصيبتزده:** ص. آفت جو ماريل. ڏکن جو ستيل. آزاريل- ستايل. بدبخت.

**مصيبتون سهڻ:** تڪليفون برداشت ڪرڻ. ظلم سهڻ. سختيون ڀوڳڻ.

**مَضارِعْ:** ذ(ع) جهڙو- مثل. گرامر موجب هڪ زمان جو نالو.

**مُضاعَف:** ص (ع) ٻيڻو- ٻٽو. گرامر موجب اهو لفظ جنهن جي پچاڙيءَ ۾ ساڳي قسم جو ٻيو لفظ اچي

**مُضاف:** ص (ع) وڌايل. لاڳاپيل. مليل. گرامر موجب مالڪي ڏيکاريندڙ لفظ.

**مُضاف اليہ:** ذ. گرامر ۾ ملڪيت ڏيکاريندڙ لفظ.

**مُضافات:** ذ (ع) آسپاس- گرد نواح. شهر جي آسپاس وارو ڳوٺ ۽ آبادي.

**مَضامِينَ:** ذ(ع) 'مضمون' جو جمع.

**مُضائقَہ:** ذ(ع) ڪمي- مشڪل. حرج- نقصان. ٻيپ

**مَضبُوطُ:** ظ(ع) مُستحڪم- پڪو- قابو. ڏاڍو- خند.

**مضبوط رهڻ:** قائم رهڻ- اٽل رهڻ- ثابت قدم رهڻ

**مَضبوط ڪرڻ:** پُختو ڪرڻ. آماده ڪرڻ- پڪو ڪرڻ.

**مَضبُوطِي:** ث. پُختگي. ثابت قدمي. طاقت- سگهه.

**مُضحڪ:** ص(ع) مسخرو- چرچائي- کلائيندڙ

**مَضحَڪہ:** ذ(ع) کِل. مذاق- چرچو- ٺٺول. چٿر.

**مَضحڪہ خيز:** ص. ٺٺول جهڙو. کِل جهڙو.

**مُضِرُ:** ص(ع) ضرر رسائيندڙ- نقصانڪار.

**مُضِر صحت:** صحت لاءِ نقصانڪار- موتمار.

**مِضرابَ:** ث (ع) تارن واري ساز وڄائڻ لاءِ لوهه جو ٽڪنڊو چِلو- ڇَرَ.

**مَضرَتَ:** ث(ع) نقصان- زيان. ضرر

**مَضرت رسان:** ص. نقصان رسائيندڙ.

**مَضرُوب:** ص(ع) ڏَڪيل- ڏَڪ لڳل. ضرب ڏنل.

**مُضطر:** ص(ع) نقصان پهتل- ضرر پهتل. تڪليف ۾ پيل.

**مُضطرب:** ص(ع) بيقرار- بيچين- پريشان.

**مُضل:** ص(ع) گمراه ڪندڙ- ورغلائيندڙ.

**مُضمحل:** ص(ع) سست. ٿڪل. ساتو. اپرو. هيٺو. اُداس- دلگير.

**مُضمر:** ص(ع) لڪل- پوشيدو- مخفي.

**مَضمضہ:** ذ(ع) گُرڙي- غراغرو.

**مَضمونُ:** ذ(ع) ڪنهن موضوع تي لکيل عبارت يا تحرير. مطلب- معنيٰ.

**مضمون آفريني:** ث. نئين ڳالهه پيدا ڪرڻ.

**مضمون نگار، مضمون نويس:** ص. مضمون لکندڙ- ليکڪ.

**مضمون نويسي:** ث. مضمون لکڻ جو ڪم. لکڻ جو فن.

**مُطابق:** ظ(ع) جهڙو- مثل- وانگر- جيئن. موافق- برابر.

**مطابقَتَ:** ث. هڪجهڙائي- مشابهت. برابري- يڪسانيت.

**مطابقت رکڻ:** هڪجهڙو هئڻ. يڪسان هئڻ.

**مُطالبو:** ذ(ع) پنهنجي حق جي گُهر- دعويٰ. گُهر- نهراءُ. طلب.

**مطالبو ڪرڻ:** گهر ڪرڻ- گُهرڻ. دعويٰ ڪرڻ

**مُطالعُ، مطالعو:** ذ(ع) ڪنهن شيءِ کي سمجهڻ لاءِ ڏسڻ. پڙهڻ- اپياس. غور سان جاچ.

**مطالعو ٿيڻ:** اپياس ۾ اچڻ- اپياس ڪرڻ. تو جه ٿيڻ.

**مطالعي گهر:** ذ. ڪتبخانو- لائبريري.

**مَطب:** ذ(ع) جنهن جاءِ ۾ طبيب علاج ڪري- طبابت خانو- شفا خانو. دوا خانو.

**مَطبَخ:** ذ(ع) رڌڻو- بورچيخانو.

**مَطبَع:** ذ(ع) ڇاپخانو- پريس.

**مَطبُوع:** ص(ع) ڇپيل.

**مَطبُوعات:** ث(ع) ڇپيل مواد- ڪتاب وغيره.

**مُطربُ:** ص(ع) ڳائڻو- گويو. قوال.

**مَطعُون:** ص(ع) طعنو ڏنل- خوار- مهڻي هاب.

**مُطلا:** ص(ع) سونو- طلائي- زرين.

**مَطلبُ:** ذ(ع) مقصد. ارادو. معنيٰ. فائدو. غرض.

**مَطلب براري:** ث. ڪم نڪرڻ. حصول مطلب. حاجت روائي.

**مَطلب پورو ٿيڻ:** ڪم نڪرڻ. مقصد حاصل ٿيڻ. مراد پوري ٿيڻ.

**مَطلب جي ياري:** ث. غرض واري دوستي. منافقت.

**مطلب ڪڍڻ:** غرض پوري ڪرڻ- پنهنجو ڪم ڪڍڻ. ڳالهه سمجهڻ.

**مَطلبي:** ص. خود غرض- پنهنجي فائدي جو غرض رکندڙ.

**مَطلِع:** ذ(ع) غزل جو پهريون شعر (جنهن ۾ ٻئي مصراعون هم قافيي ٿين).

**مُطلعُ:** ص(ع) اطلاع ڪيل. واقف- آگاهه.

**مُطلع ڪرڻ:** اطلاع ڏيڻ- خبر رسائڻ- آگاهه ڪرڻ.

**مُطلَقُ:** ص(ع) آزاد. خومختيار. (ظ) بالڪل- قطعي.

**مُطلَقَ العنان:** ص. ڇڙواڳ- آزاد. خودمختيار.

**مُطلَقہ:** ص(ع) طلاق ڏنل (عورت).

**مُطلَقاً:** ظ. سمورو- سڀ- سراسر- مڙيوئي.

**مَطلوبُ:** ص(ع) طلب ڪيل- گهريل. جنهن شيءِ جي طلب يا خواهش هجي. معشوق- محبوب.

**مَطمَح:** ص(ع) مٿانهون- مٿي. (ذ) نظر پوڻ جو هنڌ- نظارو. مقصود.

**مطمح نظر:** ذ. نگاهه جو مرڪز. اصل مقصد.

**مُطهر:** ص(ع) پاڪ- صاف- پوتر.

**مُطمئن:** ص(ع) بيفڪر- آسودو- بي اونو.

**مطمئنہ:** ذ. نفس جو هڪ قسم- نفس مطمئنہ.

**مُطيع:** ص(ع) اطاعت ڪندڙ- فرمانبردار. ماتحت- تابعدار.

**مُطيع ڪرڻ:** تابعدار بنائڻ. آڻ مڃائڻ.

**مُطيعَل:** ص. نِنڍڙو فرمانبرداريءَ مڃايل- گهٽو هٿو.

**مَظالمَ:** ذ(ع) ظلم- سختيون- ڏاڍ.

**مَظاهرَ:** ذ(ع) 'مظهر' جو جمع. نظارا- لقاءَ.

**مظاهر فطرت:** قدرتي نظارا- قدرت جي ڪاريگري.

**مُظاهرو:** ذ(ع) مدد- حمايت. ڪنهن خاص معاملي جي تائيد يا مخالفت ۾ اجتماع جو گشت.

**مُظاهرين:** ث. مظاهرو ڪندڙ- جلوس ڪڍندڙ.

**مَظرُفَ:** ذ. علم نحو موجب هڪ ظرف ۾ ٻئي ظرف هجڻ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ ظرف.

**مُظفرُ:** ص(ع) فتحياب- سوڀارو- ظفرياب.

**مَظلومُ:** ص(ع) جنهن تي ظلم ڪيل هجي- ستم زده- ستايل- آزاريل.

**مَظلومي، مَظلوميت:** ث. ظلم- ڏاڍ- ستم. ستم رسيدگي.

**مَظهرُ:** ذ(ع) ظاهر ٿيڻ جي جاءِ. پڌرائي- اظهار. نظارو.

**مَعَ:** ظ(ع) سان- سميت- گڏ- شامل.

**مَعاً:** ظ(ع) سان ئي- گڏ ئي. فوراً- اوچتو.

**مَعاذُ:** ذ(ع) پناهه جي جاءِ. پناهه- حفاظت.

**مَعاذالله:** ذ. خدا جي پناهه! خدا بچائي! خدا نہ ڪري!

**مَعارِفُ:** ذ(ع) مختلف هنر. علم ۽ هنر.

**مَعارِف:** ص(ع) اهل علم. خدا شناس- معرفت وارا بزرگ.

**مَعاشَ:** ث(ع) روزي- رزق. گذران. کاڌو خوراڪ.

**مَعاشرَت:** ث(ع) رهڻي ڪهڻي- اُٿي ويهي. سَڪَ واري حياتي.

**مُعاشِرتي:** ص. سماج سان لاڳاپو رکندڙ- سماجي.

**مُعاشرو:** ذ(ع) گڏ جي رهڻ ۽ زندگي گذارڻ. سماج- سوسائٽي.

**مَعاشِي:** ص. روزي ۽ گذر سفر متعلق.

**مَعاشِيات:** ث (ع) دولت جي پيدائش ۽ تقسيم جي بحث وارو علم- اقتصاديات.

**مُعاصِرُ:** ص(ع) هم عصر- ساڳئي دور جا. ساٿاري.

**مَعاصِي:** ذ(ع) ڏوهه- گناهه.

**مَعافُ:** ص(ع: مُعاف) بخش. ڇڏيل. آزاد. درگذر.

**مَعاف ڪرڻ:** بخش ڪرڻ. درگذر ڪرڻ. ڇڏڻ.

**مَعافِي:** ث. بخشش- نجات. ڇوٽڪارو.

**معافِيدار:** ص. معافي ڏنل- بخش ڪيل. جاگيردار.

**معافِي نامو:** ذ. معافي جي درخواست.

**مُعالِجُ:** ص(ع) علاج ڪندڙ- طبيب- ويج.

**مُعالجہ:** ذ(ع) دوا درمل- علاج.

**مُعاملات:** ذ(ع) ڪاروباري مسئلا. تڪرار- معاملا.

**مَعاملو:** ذ (ع: معاملہ) عمل. ڪم ڪار. ڪاروبار- ڏيتي ليتي. وهنوار. واقعو. جهڳڙو- تڪرار.

**معاملو ڪرڻ:** نبيرو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**معاملائِي:** ث. جهڳڙالو- ڦڏائي.

**معاملي شُناس، معاملہ فهم:** ص. تجربيڪار- آزمودگار. سمجهُو.

**مُعانِقَہ:** ذ(ع) بغلگيري- ڀاڪر.

**مَعانِي:** ذ(ع: "معني" جو جمع) معنائون. مطلب. لفظن کي موقعي تي استعمال ڪرڻ جو علم.

**مُعاوَضو:** ذ(ع) بدلو- عيوض. مله- اُجرت. محنتانو- پورهيو.

**مُعاونُ:** ص(ع) مددگار- ٻيلي. حمايتي. اسسٽنٽ- ماتحت.

**مُعاونَت:** ث(ع) مدد. حمايت.

**مُعاونت ڪرڻ:** واهر ڪرڻ- مدد ڪرڻ.

**مُعاهِدو:** ذ(ع) عهدنامو- اقرارنامو. ٺاهه- صلح.

**مُعائنَو، مُعايَنو:** ذ(ع) اکين سان ڏسڻ. مشاهدو. جائزو. جاچ.

**مُعائنو ڪرڻ:** جاچ پڙتال ڪرڻ. چڪاس ڪرڻ.

**مَعبَد:** ذ(ع) عبادت جي جاءِ- عبادتگاهه (مسجد، ديول، مندر وغيره).

**مَعبُودُ:** ص(ع) جنهن جي عبادت ڪجي. الله تعاليٰ.

**مُعتاد:** ص. هيراڪ- هِريل- عِلتي. معمولي- رواجي.

**مُعتَبَر:** ص(ع) اعتبار جوڳو- ڀروسي جهڙو. عزت آبرو وارو.

**معتبر ٿيڻ:** چڱو مڙس بڻجڻ- چڱمڙسي ڏيکارڻ.

**مُعتَبَرِي:** ث. اعتبار- ساک. عزتمندي.

**مُعتَدِل:** ص(ع) اعتدال وارو. وچٿرو- درميانو. پوروپنو.

**مُعتَرِض:** ص(ع) اعتراض ڪندڙ. روڪيندڙ- ٽوڪيندڙ.

**مُعتَرِفُ:** ص(ع) مڃيندڙ- قبول ڪندڙ. اقراري.

**مُعتزِلہ:** ذ(ع) عقلي ڪسوٽي تي بنياد وارو مسلمانن جو هڪ فرقو.

**مُعتَصِم:** ذ(ع) ڀروسو رکندڙ.

**مُعتَقِد:** ص (ع) اعتقاد رکندڙ- مڃيندڙ. ڪنهن شخص يا فرقي جو پوئلڳ.

**مُعتَڪِف:** ذ(ع) اعتڪاف ۾ ويهندڙ.

**مُعتَل:** ص (ع) بيمار- اگهو. علم صرف موجب حرف علت وارو اسم يا فعل.

**مُعتَمَد:** ص(ع) اعتبار جوڳو- ڀروسي جهڙو- معتبر.

**مَعتُوب:** ص(ع) عتاب هيٺ آيل.

**مُعجِز:** ص(ع) عاجز ڪندڙ. وس کان ٻاهر. (ذ) معجزو.

**مُعجِز بَياني:** ث. اعليٰ درجي جي خوش بياني. فصاحت ۽ بلاغت جو ڪمال.

**معجز نگاري:** ث. اعليٰ درجي جي لکڻي- ڪماليت واري تحرير.

**معجزنما:** ص. حيرت جهڙو.

**مُعجِزو:** ذ(ع) اهو ڪم جيڪو انسان فطرت کان ٻاهر هجي. اهو ناممڪن ڪم جيڪو نبي سڳوري کان ٿئي.

**مُعَجَلَ:** ص (ع) جلدي ۾ ڪيل. (ذ) نڪاح وقت فوراً ادا ڪيل حق مهر.

**مُعجَم:** ص(ع) نقطي وارو اکر- منقوط.

**مَعجُون:** ث(ع) دوائن جو مُرڪب.

**مَعَدنُ:** ذ(ع) کاڻِ (سون، چاندي، ڪوئلي وغيره جي).

**مَعدَنِي:** ص. کاڻ مان کوٽي ڪڍيل.

**مَعدني پيدائش:** ث. کاڻ مان نڪرندڙ شيون (سون، چاندي، ٽامو، ڌاتو وغيره).

**مَعدَنِيات:** ث(ع) زمين مان کوٽي ڪڍيل ڌاتو وغيره.

**مَعدو:** ذ (ع) جسم جو هڪ عضوو (پيٽ ۾ کاڌي گڏ ٿيڻ ۽ هضم ٿيڻ جي ڳوٿري)- اوجهري. شڪم- ڍِڍ.

**مَعدُود:** ص(ع) شمار ڪيل- ڳڻيل. ٿورا- ڪجهه- چند.

**مَعدُومر:** ص(ع) نابود- تباھ- فنا.گُم.

**مَعذرَت:** ث(ع) عذر- بهانو- حيلو.وات نڪائي.

**مَعذُورُ:** ص(ع) عذروارو.معافي لائق.اپاهج- جڏو.عاجز- بيوس.

**مَعذوري:** ث.مجبوري.بيوسي.لاچاري.

**مَعذوري:** اسم خاص.شاھ جي رسالي جي سُر سَسئيءَ جو هڪ باب.

**مَعرا.** ص(ع) اگهاڙو- ننگو. خالي- سادو.پاڪ- صاف.(ذ) اهو شعر جيڪو مُقفيٰ نه هجي.

**معراجُ:** ذ(ع) ڏاڪڻ. مٿانهين هنڌ تي چڙهڻ جو وسيلو.ٻاڙهي. حضور نبي سڳوري جو آسمان تي وڃڻ ۽ الاهي تجليءَ جو نظارو ڪرڻ.انتهائي عروج.ترقيءَ جي مٿانهين منزل.اعليٰ رتبو.

**معراج رات:** اسم خاص.رجب مهيني جي ستاويهين تاريخ (جنهن تي پاڻ سڳوراﷺ معراج تي ويا).

**مُعَرب:** ص(ع) ڪنهن زبان جو بنيادي لفظ.جنهن کي عربي ٻوليءَ ۾ آندو ويو هجي- عربي بڳاڙ.

**مَعرِض:** ذ(ع) ظاهر ٿيڻ جو هنڌ

**مَعرِضِ التويٰ:** ذ.ملتوي ڪرڻ.

**مَعرَضِ وجود:** ذ.وجود ۾ اچڻ.ظاهر ٿيڻ.

**مَعرِفَتَ:** ث(ع) سڃاڻپ- واقفيت.علم الاهي يا قدرت جي قانون جي ڄاڻ.خداشناسي.وسيلو (ظ) هٿان- وسيلي- ذَريعي.

**مَعرفت مائڻ:** خدا کي سڃاڻڻ- عارف جو درجو حاصل ڪرڻ.

**مَعَرڪو:** ذ(ع:معرڪ) اهو هنڌ جتي ماڻهو گڏ ٿين.جنگ جو ميدان. لڙائي- جنگ.جهيڙو.هُجوم- پيڙ.شاديءَ وغيره جي محفل.

**مَعرڪو سَر ٿيڻ:** مقابلي ۾ فتح حاصل ٿيڻ.

**مَعرڪَة الآرا:** ص.جنگ لاءِ تيار.زبردست.مقابلي لاءِ زور ونائيندڙ.

**مَعرڪي آرائي:** ث.لڙائيءَ لاءِ صف بندي.مقابلو.جنگ- لڙائي.

**مَعرُوض:** ص(ع) عرض ڪيل.(ذ) عرض- درخواست- گذارش.

**مَعروفُ:** ص(ع) مشهور- ڄاتل.

**مُعِز:** ص(ع) عزت ڏيڻ وارو.خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مُعَزز:** ص(ع) عزت وارو- عزتمند.بزرگ.شريف.

**مَعزُولُ:** ص(ع) هٽايل- لاٿل- برطرف (ڪنهن ملازمت،عهدي يا فرض ادائيءَ مان).

**مَعزُولي:** ث.(ف) برطرفي (ملازمت تان).

**مَعشُوقُ:** ص(ع) جنهن سان عشق ڪجي.جنهن تي ڪو عاشق هجي.محبوب- پيارو- دلبر.

**معشُوقانو:** ص(ف) معشوق سان نسبت وارو.وڻندڙ- دلڪش.

**مَعصُومر:** ص(ع) گناھ کان بچيل- پاڪدامن.بيگناھ.ٻالو ڀولو. (ذ) ننڍڙو ٻار- ابهم.

**مَعصُومي، مَعصُوميَت:** ث.پاڪدامني.بيگناهي.ڀورڙائي.ننڍپڻ.

**معصيَت:** ث(ع) گناھ- خطا- قصور- پاپ.

**مُعَطر:** ص(ع) خوشبودار- سُرهو.سڳنڌ وارو.

**مُعَطل:** ص(ع) ڪم کان نڪتل- ڪم کان ويل.بيڪار.ڪجھ وقت لاءِ ملازمت کان برطرف.

**مُعَطلي:** ث.عارضي برطرفي.التوا- مُهملي.

**مَعطُوف:** ص(ع) ويڙهيل- ليٽيل.جڪڙيل- ڦاسايل.علم نحو جي اصطلاح ۾ ٻئي لفظ سان ڳنڍيل لفظ.

**مُعطي:** ص(ع) عطا ڪرڻ وارو.خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو

**مُعَظَمُ:** ص(ع) وڏو- بزرگ.عزت لائق.

**مَعقُولُ:** ص(ع) عقل ۾ ايل.عقل جوڳو.مناسب- درست.وڻندڙ. لائق.موزون.

**مَعقُولات:** ث(ع) حڪمت،فلسفيءَ منطق جا علم- عقلي علم.

**مَعقُوليَت:** ث.انسانيت- ماڻهپو.سمجھ.

**مَعڪُوس:** ص(ع) عڪس ورتل.اُبتو- اُلٽو

**مُعَلَقُ:** ص(ع) اٽڪيل- ٽنگيل.

**مُعَلمُ:** ص(ع) علم سيکاريندڙ.اُستاد.حج جي موقعي تي دعائون پڙهائيندڙ مقرر شخص.ملاح- ناکئو.

**مُعَلمي:** ث.اُستادي- سکيا.ماستري

**مَعلُول:** ذ(ع) علت وارو- جنهن جو ڪو سبب هجي.

**مَعلُومُ:** ص(ع) ڄاتل.سمجهيل.پڌرو- واضح.مشهور.

**معلوم ڪرڻ:** ڄاڻڻ.سمجهڻ- پُرجهڻ.پروڙڻ.محسوس ڪرڻ.سڃاڻڻ.

**مَعلُومات:** ث(ع) ڄاڻ.واقفيت.

**مُعليٰ:** ص(ع) اوچو- بلند- مٿانون.

**معمار:** ذ(ع) عمارت ٺاهيندڙ- اڏاوت ڪندڙ.رازو.

**معماري:** ث.عمارت سازي- اڏاوت.رازڪو ڪم.

**مُعَمَر:** ص(ع) وڏي ڄمار جو- پوڙهو- ٻڍو.

**مُعَمو:** ذ(ع) لڪل ڳالھ.ڳجھ.پرولي- ڳجهارت.ڳوڙهو مسئلو.

**مَعمُور:** ص(ع) ڀريل- ٻَر- لبريز- ڪناٽار.آباد- وسيل.

**مَعموري:** ث.آبادي- وستي- وسئين.

**مَعمُولُ:** ذ(ع) جنهن شخص تي تنويمي عمل ڪيل هجي.روزانو عمل- ٿيت.رواج- قاعدو.عادت- هير.

**مَعمُول بَدَنُ:** دستور مقرر ڪرڻ - قاعدو بڌڻ.

**مَعمُولات:** ث.روزمره جا ڪم - عادتون.

**مَعمُولي:** ص(ع) عادت موجب - رسمي.مروج.رواجي - خسيس.

**مَعنيٰ:** ث(ع) مطلب - ارٿ.منشا - مراد - مقصد.سبب.اصليت.حقيقت.

**مَعنَوي:** ص.معنيٰ ۾.معنيٰ مطابق.اصلي - ذاتي.حقيقي.باطني.

**مُعنبرُ:** ص(ع) عنبر جي خوشبو لڳل.سرهو - خوشبودار.

**مُعنون:** ص(ع) عنوان ڪيل.نالي ڪيل.منسوب.

**معيارُ:** ذ(ع) ماپو - ماڻ.وٽ (تور جو). پرک - جاچ.اندازو. پئمانو.ڪسوٽي.

**معياري:** ث.معيار مطابق - اعليٰ درجي جو.

**مَعيت:** ث(ع) همراهي - رفاقت - سات.

**مَعيشَت:** ث(ع) زندگي - حياتي - جياپو.روزگار - روزي.

**مُعَيَنُ:** ص(ع) مقرر ڪيل.

**مُعينُ:** ص(ع) مددگار - واهرُو.

**مُعينُ الدين:** دين جي مدد ڪندڙ.

**مَعيُوب:** ص(ع) عيبدار.ناقص.

**مُغ:** ذ(ف) آتش پرست - گبر - مجوسي.ڪلال - شراب وڪڻندڙ. (جمع.مُغان).

**مُغالطو:** ذ(ع) فريب.دغا.غلط فهمي.شڪ.غلطي.

**مُغايَر:** ص(ع) ناموافق - اڻ نهڪندڙ.مخالف - ڌاريو - غير.

**مُغايَرت:** ث(ع) ڌاريائي.جدائي.مخالفت.

**مَغربُ:** ذ(ع) سج لهڻ وارو طرف - الهندو.الهندي وارا ملڪ (يورپ).سانجهي.سج لهڻ جو وقت.سانجهي نماز.

**مَغربي:** ص.اولهه وارو.يورپ جو.

**مَغرُور:** ص(ع) غرور وارو - تڪبر ڪندڙ.هنياءَ - ضدي. گهمنڊي.وڏائي خور.

**مَغرُوري:** ث.تڪبر - وڏائي.هٺ.

**مَغزُ:** ذ(ف) ڪنهن بہ شيءِ جو اندريون حصو.دماغ.ميجالو.گُودو. عقل - سمجهه.خيال.تخم - ٻج.

**مغز جو رت ڏيڻ:** جناڪشي ڪرڻ.

**مغز چٽڻ:** اجائي بڪ بڪ ڪري ٻئي جو دماغ خالي ڪرڻ.

**مغز خالي ٿيڻ:** ذهني ٿڪ ٿيڻ.

**مغز خوري:** ث.خنو.دماغي پورهيو.

**مغز ڦرڻ:** دماغ ۾ خلل ٿيڻ.چريو ٿيڻ.مغز ۾ پينواتي اچڻ.

**مغز ڦريل:** ص.ضدي.هنيلو.آڪڙباز.چريو - مست.ابتي سمجهه وارو.

**مغز کائڻ:** بڪ بڪ ڪرڻ.اجايو بحث ڪرڻ.هٽ ڪرڻ.

**مغز کپائڻ:** متو هڻڻ.سمجهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.دماغي پورهيو ڪرڻ.

**مغز ۾ واءُ هئڻ:** تڪبر هئڻ - مغروري هئڻ.

**مَغز وارو:** ص.سمجهو.سياڻو - ڏاهو.

**مَغزي:** ث.ڪپڙي جي ڪناروارائي تو پوڏيڻ.اوتيءَ جو هڪ قسم. اَنڊي - ڪناري.

**مَغزي ڏيڻ:** چمڙيءَ کي سهي وٽ ڏيڻ.

**مَغزات، مَغزيات:** ث.ٻج وارن وکرن جا جدا ڪيل ٻج (جيئن بادام،اکروٽ،پستا،گدرو،ڏاتا وغيره).

**مَغضُوب:** ص(ع) غضب وارو - جنهن تي غضب نازل ٿيو هجي.

**مَغفِرَت:** ث(ع) نجات - ڇوٽڪارو.بخشش - معافي.

**مَغفُور:** ص(ع) بخشش ڪيل.مرحوم.بهشتي.

**مُغَل:** اسم خاص (ف) ترڪستان علائقي جي رهندڙ قوم.هڪ ذات جو نالو.هندستان تي پريور حڪومت ڪندڙ هڪ گهراڻو

**مُغل ٽڪ:** ذ.پرت جو هڪ قسم.

**مُغلِبين:** اسم خاص.هڪ مشهور عارف.جنهن جو مقبرو جاتي (ضلعي ٺٽي) ۾ آهي.جاتي شهر جو اڳاتو نالو

**مُغلَق:** ص(ع) مشڪل - ڳوڙهو - دقيق.

**معلُوبُ:** ص(ع) هارايل - دٻيل - شڪست کاڌل.هيٺ پيل

**مَغلُوبيَت:** ث(ع) محڪوميت - اطاعت.

**مَغمُوم:** ص(ع) غمگين - ڏکارو.مايوس.اُداس.

**مُغني:** ص(ع) بي نياز ڪندڙ.خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو

**مُغَني:** ذ(ع) ڳائڻو - ڳويو.ڪلاونت.

**مُغنيہ:** ث.ڳائڻي.

**مُغيري:** اسم خاص.بلوچن جي هڪ ذات.

**مُفادُ:** ذ(ع) فائدو - نفعو.

**مَفاد پَرسَت:** ص.فائدي جي پٺيان دوڙندڙ - خودغرض - مطلبي.

**مَفاد پَرستي:** ث.خودغرضي.

**مَفارَقَت:** ث.(ع) جدائي - وڇوڙو - فراق.

**مَفاصِل:** ذ(ع) عضون جا جوڙ - سَنڌ.

**مُفاصلو:** ذ(ع) پرانهين - ڏوري.وڇوٽي.مسافري.

**مُفتُ:** ص(ف) بنا قيمت - ري مُلهه.سستو.بيفائدو.خوامخواه. هرويرو.

**مفت جو مالُ:** ذ.بنا محنت هٿ آيل مال.

**مفت خورُ:** ص.مفت جو مال کائيندڙ.

**مُفت مٿو هڻڻ:** اجائي مغزماري ڪرڻ.فضول ڳالهه ٻڌڻ.

**مُفت ۾:** ظ.ناحق- بي سبب.هرويرو.بناڏوڪڙن جي.

**مفتاحَ:** ث(ع) چابي- ڪنجي.

**مُفتَرِي:** ص(ع) بهتان هڻندڙ.فسادي- شرير.

**مَفتُوح:** ص(ع) فتح ڪيل-ڪٽيل.

**مَفتُون:** ص(ع) موهت- عاشق- فدا.سنڌ جي سرموڙ شاعر مولوي عبدالغفور همايوني جو تخلص.

**مُفتِي:** ص(ع) فتويٰ ڏيندڙ.شرعي فيصلو ڏيندڙ.

**مُفتيو:** ص.مُفت خور.

**مُفَرِحُ:** ص (ع) فرحت ڏيندڙ. خوش ڪندڙ. دل ۽ جگر کي قوت ڏيندڙ لذيذ دوا.

**مُفرد:** ص(ع) اڪيلو- جدا.هڪ- واحد.رياضي ۾ موجب اهو عدد جيڪو جزن ۾ ورهائجي نه سگهي (جيئن:3,7,23 وغيره).

**مَفرُور:** ص(ع) فرار ٿيل- ڀڄل.روپوش.

**مَفرورِي:** ث.ڀاڄ.فرار.

**مَفرُوضو:** ذ(ع) فرض ڪري ورتل مثال- مثال طور- قياسي.اها ڳالهه جنهن جو اصل نه هجي.

**مُفسِدُ:** ص(ع) فساد ڪندڙ- فسادي- فتنه انگيز. چُرچ ڪندڙ. جهيڙاڪ.سرڪش- باغي.ڇيتاپور.

**مُفَسِرُ:** ص(ع) معنيٰ بيان ڪندڙ. شرح بيان ڪندڙ. قرآن شريف جي معنيٰ ۽ مطلب بيان ڪندڙ.

**مُفَصَلُ:** ص (ع) تفصيلوار- وچور وار. کولي بيان ڪيل. کُليل. صاف.واضح.

**مَفعُولُ:** ص (ع) ڪم ڪيل. بدفعلي ڪرائيندڙ (مرد). (ذ) گرامر موجب اهو اسم جنهن تي ڪم ٿيو هجي.

**مَفعُولِي:** ث.مراد- مطلب- معنيٰ.مفعول هئڻ جي حالت.

**مَفقُودُ:** ص(ع) غائب-گم.ناپيد.

**مُفڪِرُ:** ص(ع) فڪر ڪندڙ.سوچيندڙ- غور ڪندڙ.

**مَفلَر:** ذ(انگ) ڳچي ۾ ويڙهڻ جو ننڍڙو ڪپڙو-گلوبند.

**مُفلِسُ:** ص(ع) غريب- محتاج- نادار- ڪنگال-پينگو.

**مُفلَسي:** ث.غربت- محتاجي- تنگدستي.

**مَفلُوجُ:** ص(ع) اڌرنگ جي بيماري ۾ ورتل- فالج زده.

**مَفلُوڪُ:** ص(ع) مفلس- پينگيو- ڪنگال.

**مَفلوڪُ الحال:** ص.پينگيو- سڃو.نادار.

**مَفهُومُ:** ذ(ع) مطلب- مقصد- معنيٰ.سمجهه.

**مُفِيدُ:** ص(ع) نفعو ڏيندڙ- فائديمند.لاڀائتو- سودمند.

**مَقَابِر:** ذ(ع) مقبرا.

**مُقابِلُ:** ظ(ع) سامهون ايندڙ.اڳيان آيل.آمهون سامهون.روبرو- ڏوبدو.مخالف.دشمن.

**مقابل ٿيڻ:** گڏجڻ.مقابلو ڪرڻ.

**مُقابِلو:** ذ(ع) اڳيان اچڻ.ڀيٽ.برابري- هَمسري.مخالفت.لڙائي. ٽڪر.ڇڪتاڻ.ضد.

**مُقابلو ڪرڻ:** سامهون اچڻ- وڙهڻ. ٽڪر ڪرڻ. برابري ڪرڻ.ڀيٽ ڪرڻ.

**مُقابلي ۾:** سامهون- روبرو.ڀيٽ وارو.هَمسَر.مخالف.

**مَقاصِدَ:** ذ(ع) "مقصد" جو جمع.

**مَقاطعو:** ذ(ع:مقاطعه) مقرر معاوضي تي ڪم جي ٻول- ٺيڪو.

**مقاطعي وٺڻ:** زمين ٺڪر مقرر مُدي لاءِ اجاري تي وٺڻ.

**مقاطعيدارُ:** ص.ٺيڪيدار-اجاريدار.

**مَقالَ:** ث(ع) گفتگو-ڳالهه ٻولهه.

**مَقالو:** ذ(ع) ڪلام. چيل ڳالهه. ڪتاب. ڪتاب جو حصو- باب- فصل.تحقيقي مضمون.

**مَقامُ:** ذ(ع) ترسڻ جي جاءِ- رهڻ جي جاءِ. بيٺڪ- منزل. رتبو- درجو.گهر- مڪان.

**مقام ابراهيم:** اسم خاص.بيت المقدس ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي نماز ادا ڪرڻ وارو هنڌ.

**مقام محمود:** ص.خوبين جو سڀ کان اعليٰ مرتبو.(اسم خاص) اهو هنڌ جتي معراج واري رات نبي سڳوراﷺ پهتا هئا.

**مَقامِي:** ص.ترسيل- رهيل.ساڪن- رهندڙ.آباد.

**مُقامَ:** ذ(ع) قبرستان.

**مُقامِي:** ص.قبرستان جو سنڀاليندڙ- مجاور.

**مَقامات:** ذ(ع) "مقام" جو جمع.احڪام- قاعدا.

**مَقبرَو:** ذ(ع) قبر-گور- مزار- تربت.قبر تي ٺهيل اڏاوت- روضو.درگاهه.

**مَقبُوض، مَقبُوضَ:** ص(ع) قبضي ۾ ڪيل- قبضايل.

**مَقبُولُ:** ص(ع) قبول ڪيل.مڃيل.پسنديده.

**مَقبُوليت:** ث.قبوليت.منظوري.پسنديدگي.

**مُقتداَ، مُقتدَيٰ:** ص(ع) پيروي ڪيل.اهو شخص جنهن جي پيروي ڪجي.اڳوان- رهنما.

**مُقتَدَرُ:** ص(ع) طاقتور- جبرو.اقتدار وارو- اقتدار مليل.(ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مُقتدره:** ث.بااختيار ادارو- اٿارٽي.

**مُقتَدي:** ص.پيروي ڪندڙ- پوئلڳ.امام جي پٺيان بيهندڙ- مقلد.

**مُقتضيٰ:** ص(ع) سَڌ ڪيل.گُهرَ ڪيل.مطلب- مراد.

**مُقتضيٰءِ وقت:** وقت جي مناسبت سان.

**مُقتَضي:** ص(ع) تقاضا ڪندڙ-گُهرندڙ.

**مَقتَلُ:** ذ(ع) قتل ڪرڻ جو هنڌ- قتل گاه.

**مَقتُولُ:** ص(ع) ماريل- قتل ڪيل. ڪُٺل.عاشق.

**مِقدارُ:** ذ (ع) ماپ. تور. وزن. جسامت- ٿوله. اندازو. تعداد. وسعت-پکيڙ.

**مُقَدَرُ:** ذ(ع) قسمت جو لکيو- تقدير.نصيب.ڀاڳ.

**مُقدر جو لکيو:** ذ.تقدير- ڀاڳ.نصيب- ازل جو انگ.

**مُقدر ڦِٽڻ:** قسمت جو ساٿ ڇڏڻ- حالات ناموافق ٿيڻ.

**مُقدس:** ص(ع) پاڪ- پوتر (ماڻهو يا جاءِ).ڀلارو.بزرگ.

**مُقدَس هَستِي:** ذ.نيڪ ماڻهو.بزرگ شخص (ولي يا پيغمبر وغيره).

**مُقَدَمر:** ص (ع) اڳيان- پيش. پهريون- اڳيون. گذشته- قديم- سابق. لازمي- واجب. معزز- بزرگ. اعليٰ- افضل. (ذ) آبڪاري کاتي جو هڪ ملازم.

**مُقدَمر الجَيش:** ص.فوج جو اڳواڻ- سپه سالار. (ذ) فوج جو هر اول دستو.

**مُقدمو:** ذ(ع) آغاز- شروعات- ابتدا.تمهيد- ديباچو. ڪتاب جي منڍ ۾ لکيل عبارت.واقعو.مسئلو.فرياد- دعويٰ.

**مُقدمو وڙهڻ:** عدالت ۾ ڪيس وڙهڻ.

**مُقدمي بازي:** ث.مقدمو وڙهڻ.

**مَقدُورُ:** ذ(ع) سگهه- طاقت- زور. حوصلو- حيثيت.وس- اختيار. پهچ-رسائي.

**مقراضُ:** ث(ع) ڪئنچي- ڪتر.

**مُقَرَبُ:** ص (ع) قريب ڪيل- ويجهو ڪيل. اهو شخص جنهن کي قرب حاصل هجي. خاص دوست- ساٿاري.

**مُقربِين:** ذ."مُقرب" جو جمع.

**مُقَرَرُ:** ظ (ع) بيٺل (ڪنهن ڪم يا ذميواري تي)- بيهاريل (نوڪريءَ ۾).برقرار- متعين.

**مُقرر ڪرڻ:** بيهارڻ (نوڪريءَ ۾). ڪم ۾ لڳائڻ- ملازمت ۾ رکڻ.

**مُقرَري:** ث.ملازمت- نوڪري.

**مُقرِرُ:** ص(ع) تقرير ڪندڙ.

**مَقروضُ:** ص(ع) جنهن کي قرض ڏنل هجي- قرضي.

**مَقسُومر:** ص(ع) تقسيم ڪيل- ورهايل.

**مَقصَدُ:** ذ(ع) ارادو- مطلب- مدعا.رٿا.منصوبو.

**مَقصد سِڌ ڪرڻ:** دلي مراد پوري ڪرڻ.

**مَقصُود:** ص(ع) مطلب- غرض- مدعا.

**مقصود بالذاتِ:** ث.اها شيءِ جيڪا خود مقصود هجي.

**مَقصود جا هٿَ هڻڻ:** ڪاميابي حاصل ڪرڻ- مراد پوري ٿيڻ.

**مَقصُور:** ص(ع) ننڍو ڪيل- ننڍو.

**مقصوره:** ذ.سادو الف- عام الف- بنا مَد وارو الف.

**مَقطَع:** ذ (ع) غزل يا قصيدي جو آخري شعر، جنهن ۾ شاعر جو تخلص هجي.

**مقطَع بَند:** ذ.شعر جي آخري مصرع- نالي واري مصرع.

**مَقطعات:** ذ(ع) ٽُڪرا (ٽڪِرڙي، شعر جا).قرآن شريف جي ڪن سورتن جي شروع ۾ آيل خاص حروف (مثلاً:الم،يَس وغيره).

**مَقعَد:** ث(ع) ويهڻ جي جاءِ.ويهڪ.چِٽ-ڳُئي.

**مُقَفيٰ:** ص(ع) قافين وارو (نثر يا شعر).

**مُقَفل:** ص(ع) ڪلف لڳل- تالو لڳل.

**مُقَلب:** ص(ع) بدلائڻ وارو- بدلائيندڙ.

**مُقَلبُ القلُوب:** دلين کي بدلائيندڙ- خدا تعاليٰ.

**مُقَلد:** ص(ع) مريد- چيلو- پوئلڳ.

**مَقنَاطِيسُ:** ذ (يوناني) پٿر جو هڪ قسم، جيڪو لوهه کي پاڻ ڏانهن ڇڪي- چقمق.

**مَقناطِيسِي:** ص.ڇِڪ واري خاصيت رکندڙ- چقمقي.

**مَقناطِيسِي سُئي:** ذ.قطب نما.

**مُقَنن:** ذ(ع) قانون ٺاهيندڙ.قانون ساز.

**مَقُولو:** ذ(ع) قول- سخن.اهو جملو جيڪو عام مشهور ٿي وڃي.

**مُقوِي:** ص(ع) قوت وارو- سگهارو.ٻل ڏيندڙ.قوت وڌائيندڙ.

**مقِياس:** ذ(ع) پيمانو.ماپ جو اوزار.

**مقِياس الحرارَت:** ذ.گرمي ماپڻ جو اوزار- ٿرماميٽر.

**مَقِياس الهَوا:** ذ.هوا جي دٻاءَ آلاڻ ماپڻ جو اوزار- بئروميٽر.

**مُقيد:** ص(ع) قيدي- ٻانڌي-اسير.

**مُقيشُ:** ذ (ع) سون يا چانديءَ جي تار (پرت پرڻ جي ڪم اچي)- بادلو زري.

**مُقيشِي:** ص.ڪلابت پريل ڪپڙو.

**مُقِيمر:** ص(ع) رهندڙ- قيام پذير- رهاڪو.

**مَڪَ:** ث.ڪپڙيا چارَ جا سياري، جي منڍ وارا سنهڙا پيرون.

**مُڪَ:** ث.بند مُٺ.مُٺَ جو ڌڪُ.گُهوسو- نوُنشو

**مُڪون هڻڻ:** ٺنگن کي مڪون هڻي ٺڪُ يا سُورَ لاهڻ.

**مُڪ مُڪان:** ث.نونشي بازي- ڏڪ ٻجو.

**مَڪاتبُ:** ذ(ع) "مڪتب" جو جمع.

**مَڪاتيبُ:** ذ(ع) خطپٽ.

**مَڪارُ:** ص(ع) مڪر ڪندڙ.دوکيباز.ٺڳ.فريبي.

**مَڪاري:** ث.دغا- فريب.ٺڳي.

**مُڪاشفو:** ذ(ع) ڪشف ڪرامت.راز جو اظهار.ولي الله کي غيب جي اسرار جي خبر.

**مُڪافات:** ث(ع) عيوض- بدلو.

**مُڪافات ڪرڻ:** عيوضو ڏيڻ- احسان بدران احسان ڪرڻ.

**مُڪافات عمل:** ذ.اعمال جو بدلو.گناهن جي سزا.قدرتي انتقام.

**مَڪالُ:** ذ.ڪُلُ-.ٺڪري- بند چاهه.

**مُڪالمو:** ذ(ع) ڳالهه ٻولهه.گفتگو.

**مُڪامُڪي:** ث.نونشي بازي.مُڪ مُڪان.

**مَڪانُ:** ذ(ع) رهڻ جي جاءِ.گهر.آستان- ٺڪاڻو.اوتارو.دائرو ماڳ- هنڌ.جُوءِ.

**مَڪاني:** ص.مڪان جو.پنهنجي ديس جو- پنهنجي مُلڪ جو.

**مَڪائڻ:** ث جوئر جو هڪ قسم.

**مَڪائڻُ:** م.ختم ڪرڻ(مسئلو)- نبيرڻ.چُڪائڻ.

**مَڪائي:** ث.هڪ قسم جي پوکءِ اناج- مڪئي.

**مُڪتُ:** ص(سن) ڇٽل- آزاد- آجو.

**مَڪتَبُ:** ذ(ع) ابتدائي تعليم. وارو مدرسو- ڪُتاب. درسگاهه. پرائمري اسڪول.

**مَڪتَب فڪر:** ڪنهن خاص نظريي جي ماڻهن جو گروهه.

**مُڪتو:** ذ.اهو اکر جنهن تي ڪابه اعراب نه هجي. (ص) آجو- ڇڪل- آزاد.

**مَڪتُوبُ:** ذ(ع) خط- چٺي

**مَڪتُوب اليه:** ذ.اهو ماڻهو جنهن کي خط لکيو ويو.

**مُڪتُوبي:** ص.علم نحو موجب اهي اکر يا لفظ جن جا پهريان ۽ پويان اکر هڪجهڙا هجن (مثلاً: ميم، نون وغيره)

**مُڪتي:** ث(سن) نجات- ڇوٽڪارو.گناهن جي سزا کان آجائي.

**مَڪَڙُ:** ذ.خلق جو اجتماع.هجوم.جوهُل.گوڙ گهمسان.

**مَڪَڙُ مچڻ:** ميڙو مچڻ.گوڙ گهمسان ٿيڻ.گهڻن ماڻهن جي ميڙ جو هُل هنگامو ٿيڻ.

**مُڪٽُ:** ذ(سن) تاج- ڇٽُ.ڪلنگي.گهوٽ جو مٿي تي ٻڌل ڇٽُ

**مُڪدَر:** ص(ع) ميرو- گدلو.ملُولُ (طبيعت ۾).

**مَڪَرَ:** ث(سن) ساموندي جانور جو هڪ قسم. علوم نجوم ۾ ڏينهن راس جو نالو- جدي.

**مَڪرُ:** ذ(ع) دغا- فريب- دوکو.ٺڳي.بهانو.ڪُوڙ.ڍونگُ.

**مَڪريلُ، مڪريلو:** ص.مڪر ڪندڙ.فريبي.ڍنگ باز.

**مُڪرُ:** ذ.وڏي مڇيءَ جو هڪ قسم.(ص) انڪاري- آلي ويندڙ- نابري واريندڙ.

**مَڪراني:** ص.مڪران جو رهاڪو.اَنُ جو هڪ قسم.

**مُڪَرَرُ:** ص(ع) وري وري چيل.وري وري.ٻيو پيرو- ٻيهر.

**مُڪَرَمُ:** ص(ع) عزت وارو.بزرگ.معزز.

**مُڪرڻ:** م.آلڻ- انڪار ڪرڻ- نابري وارڻ.

**مُڪرجي وڃڻ:** آلي وڃڻ.ڪوڙ ڳالهائڻ.

**مَڪرُوهُ:** ص(ع) ڪراهت وارو.نفرت جوڳو.بدنما.ناجائز (فعل).

**مَڪڙي:** ث.ٻيڙي- ڪشتي- ناؤ.

**مَڪڙُ:** ذ.مشهور اُڏامندڙ جيت (جيڪو لکين ڪروڙن جي تعداد ۾ ڪڪر ڪري اُڏامي ۽ وڻن ٻوٽن کي کائي ناس ڪري).

**مَڪڙُو:** ذ.هرلي يا گهاٽي جي ڪاڄڻ ۾ پيل سل نڪتل ڪاني. پهلواني ۾ جو هڪ داءُ- جانڻو- انگڙو.پوري يا سونهري رنگ جو گهوڙو جنهن جون نريون.ٻشڪون.ٻچ ۽ ڪرنگهو ڪارا هجن.

**مَڪڙي:** ث.تڏ جي قسم جو ڪوبه جيت.

**مُڪڙيون.** ث.تنگن مان ٿڪلاهڻ لاءِ مُٺين يا مُکن سان ڏڪ هڻڻ.

**مُڪڙيون هڻڻ:** مٺيون هڻڻ- پيڙون ڏيڻ.

**مڪسچر:** ذ(انگ) دوائن.ٻه ٻاتيانو مرڪب- مرڪب دوائون.

**مُڪعَبُ:** ذ(ع) چورس (جسم) جنهن جي ڊيگهه، ويڪر ۽ اوچائي هڪ جيتري هجي.

**مَڪفُول:** ص(ع) ڪفالت ۾ ڏنل.گروي ۾ رکيل.

**مَڪلي:** اسم خاص.ٺٽي ضلعي جي مشهور تاريخي ٽڪري.

**مُڪَمَلُ:** ص(ع) پورو- سالم- ثابت- سڄو.سمورو.

**مُڪندُ:** ص.ڇوٽڪارو ڏيندڙ- مُڪتي ڏيندڙ.(ذ) قيمتي پٿر.

**مَڪنو:** ص.مست- چريو.بيپرواهه.

**مَڪنو هاٿي:** ذ.مست هاٿي.(ص) زوراور ڏاڍو جوان.

**مُڪڻ:** م.موڪلڻ- روانو ڪرڻ.

**مَڪو:** اسم خاص (ع: مَڪ) عربستان جو مشهور شهر (جتي ڪعبة الله آهي).

**مَڪو پيڻ:** زيارت لاءِ مڪي شريف وڃڻ.ڇرنڪاري جا ويلا ڪرڻ.

**مَڪو مچڻ:** ٿوري محنت سان گهڻو نفعو ٿيڻ.وارو ورڻ- ياڳ لڳڻ.

**مَڪُو:** ذ.آڏاتي يا نار جي پنهي پاسن واري ڇهنبدار نوڪ.

**مُڪُو:** اسم خاص.موڪليو- روانو ڪيو.

**مَڪَئي:** ث.هڪ قسم جو اوبڙ (اناج ۾ شمار ٿئي).

**مَڪِينُ:** ص(ع) مڪان ۾ رهندڙ.وينل- ساڪن.

**مَڪينڪ:** ذ(انگ) ڪَلن جي علم جو ماهر- انجنيئر.

**مَک:** ث.مشهور اُڏامندڙ جيت.بندوق يا پستول جي نال وارو اهو نشان جيڪو سڌائي ۾ نشان چٽڻ ۾ مدد ڪري.

**مَک ترڪَڻ:** سڃائي هڻڻ- سُڃائي هئڻ.

**مَکُ:** ذ.گيهه يا تيل جي سٽ جو هَٽُ.

**مکُ:** ث(ف:مَخ) هڏن جو گُودُو.نريءَ جو گودو.

**مُکُ:** ذ(سن) مُنهن- چهرو رُخ.واتُ.مُنڍ- اصل.اڳواڻ.راڄ جو چڱو مڙس- مکي.

**مُکامُکي:** ظ.آمهون سامهون- مُنهن مقابل.

**مُکاميلو:** ذ.آمهون سامهون ملاقات.گڏجاڻي.ميلاپ.

**مَکائڻُ:** ذ.تيل جو سٽ هٽائڻ آڏمک ڪرائڻ.

**مُکائڻ:** م.آزاد ڪرائڻ- ڇوٽڪارو ڏيارڻ.

**مَکِتُو:** ص.بيڪار- ڪم ڪوس- نڪتو.

**مَک چَک:** ث.مهٽ سهٽ (بدن کي).هار سينگار.

**مکرُ:** ذ(ع:مَڪر) بهانو.مَڪرُ.ڊونگ.فريب.

**مکريل:** ص.مکر ڪندڙ.ڊونگي.

**مَکراڻ:** ذ.گهوڙي جي مُنهن کي مکين کان بچائڻ لاءِ بنال ...ٽ جو موڙ.

**مکرائڻ:** م.بهانو ڪرڻ- ٽيتال ڪرڻ- مکر ڪرڻ

**مُکري، مُکڙي:** ث.ڪَلي- شگوفو.

**مُکڙو:** ذ.مُنهن- چهرو.واتُ.

**مَکڻُ:** ذ.ولوڙيل کير مان نڪتل سٿ- مَسڪو.

**مَکڻ جو گهڙو:** ذ.نرم سڀاءَ وارو- رحمدل.

**مَکڻ جي سيخ پچائڻ:** وڏي جفاڪشي ڪرڻ.

**مَکڻ جي مارِي آڏڻ:** اڻ ٿيڻي ڪوشش ڪرڻ.خيالي پلاءُ پچائڻ.

**مَکڻ مان وار ڪڍڻ:** چڱيءَ طرح جاچ ڪرڻ.

**مَکڻ هڻڻ:** خوشامد ڪرڻ.

**مَکڻُ:** م.لائڻ- بڪائڻ (سٿ، تيل وغيره).ملڻ- مهٽڻ

**مَکنو:** ذ.هاٿيءَ جو هڪ قسم- مکنو هاٿي.

**مَکنهارو:** ذ.مکين کان بچاءَ يا سُونهن طور گهوڙي جي بوٿ تي بڌل موڙ.

**مَکني:** ث.گاهه جو هڪ قسم.عورت جو بالو

**مَکو:** ذ.اُڏامندڙ جيت جو هڪ قسم- نيري رنگ جي وڏي مک

**مَکوراڙ:** ث.ڪنهن شيءِ تي گهڻين مکين جي جهنگ.مکين جي ڳڻتاني.

**مَکي:** ث.مک (اڏامندڙ جيت).سانگهڙ ضلعي ۾ هڪ ڍنڍ جو نالو.

**مَکي پُوس:** ص.مکين جو جهنگيل کاڌو کائيندڙ- ڪنجوس

**مَکي مار:** ص.بنا سوچ ويچار جي هو بهو اُتارو ڪندڙ.

**مکيون مارڻ:** واندو رهڻ.بيفائدو ڪم ڪرڻ.

**مُکي:** ص(سن) سردار- حاڪم.مکيه ماڻهو.اڳواڻ

**مُکيه:** ص(سن:مک) مُنڍ وارو- شروعاتي.اڳيون مشهور خاص

**مُکيارُ:** ص.اختيار وارو.ڳالهائڻ جو حق رکندڙ.

**مُکياري:** ث(ع.مختاري) دڪاندار ۽ گراهڪ جي وچ ۾ پسند يا ناپسند جو اقرارنامو (جنهن ۾ نه وٺڻ جي حالت ۾ دڪاندار ورتل شيءِ موٽائي وٺڻ لاءِ پابند رهندو).

**مَکيل چَکيل:** ص.ناهنو ڏنل وارو- زيب زينت وارو.بدن جي مهٽ سهٽ ڪيل.

**مُگدَرُ:** ذ.منهري.ڪسرت لاءِ ڪاٺ جو ڏاند پڇو موڙ.

**مُگدُ:** ص.اَياڻو- مورک- گهيلو.

**مَگَر:** ظ(ف) ليڪن- پر.

**مَگرُ، مَغَرُ:** ذ.تڪبر- هٺ- وڏائي- غرور.

**مُگرُمانُ:** ذ.هڪ پاسي وڃائڻ وارو اُبو دُهل (نادر ڪري، مڪران ۽ آفريڪا جي ساحلي علائقن جا رهاڪو وڄائين).

**مَگرو:** ذ.ڪُليل زمين جو ٽڪرو ٽُڪر.(ص) مغرور- هٺيلو- جودو- سورهيه.

**مُگرُو:** ذ.موتئي جي گل جو هڪ قسم- وڏو مونيو گل.

**مُگري:** ث.ڪاٺ جي ننڍڙي مُنڊڪي- مُگري.

**مَگس:** ث(ف) ماکيءَ جي مک.مَک

**مَگسي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو- بلوچن جو قبيلو

**مَگنُ، مَگهنُ:** ص(سن) غرق- ٻڏل (غم، فڪر، عشق، خوشي ۾).مست.خوش.بيخود.

**مَگُ:** ص.مست- مگن.بيپرواهه.موج ۾.خوش مزاج.مغرور

**مَگ موالي ٿيڻ:** مخمور ٿيڻ- مستانو ٿيڻ.

**مُگُ:** ص.موڳو- ڏڏُ- ڪند ذهن.

**مَگجڻ:** م.مغروريءَ ۾ اچڻ.مست ٿيڻ.

**مَگي:** ث.مغروري.بيپروائي.مستي

**مَگي ڪرڻ:** مستي ڪرڻ.چڙوا ٿيڻ.

**مُگهَٽُ:** چٽ- تاج.موڙ- طرو.مڪٽ.

مُگهو: ذ. وَل جو هڪ قسم.
مَگُ: ث.گهر- طلب.مگيندي- مگتو تيل.
مُگ: ذ.هڪ قسم جي دال.رَتيءَ جو چوٿون حصو.
مُگ ۾ قارون ڪرڻ: پورو پورو انصاف ڪرڻ.
مُگ پوڻ: خاموشي ڪرڻ- چُپ رهڻ.
مُگ چِٽڻ: ڪجهہ هٿ نہ اچڻ- اجائي ڪوشش ڪرڻ.
مَگائڻُ: م.مگتو ڪرائڻ.
مَگتو: ص.پينو-گداگر- سوالي- فقير.
مَگجَڻ: م.مگتو ٿيڻ- سگ ٿيڻ.
مَگرَ: ث.باه.چيرو-آگ.بارَڻ.
مَگرُ: ذ.رستو- واٽ.گس.
مُگرال: ذ.جهنگلي مُگن واري وَل.
مُگرو: ذ.مُهرو- مُهري.ڏگري- سؤٽي.ڪٽيءَ جي ڪم جو مُگدر (ڪپڙن کي سٽڻ يا ڪوٽڻ ڏيڻ لاءِ). (ث.مُگري).
مَگريا: اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.
مَگڻُ: م.منگڻ.گهرڻ- طلبڻ.سوال ڪرڻ.پنڻ.
مگنو: ذ.شاديءَ کان اڳ جي هڪ رسم (سگاوتيءَ جي پڪائي لاءِ).
مَگنو: ص.منگتو- سوالي-گداگر.
مَگنهارُ: ص.دهل شرناءِ وڄائي لاڳ وٺندڙ منگتو.
مَگني: ث.سگاوتي- مگنو.
مَگيتو: ص.مگيل.مگيندو.
مُگيري: ث لڏونءَ وانگر نوڪيل هڪ مٺائي.
مَگيندو: ص.مگيل (جنهن جو اڃا فقط مگنو تيل هجي). (ث.مگيندي).
مَگيو: ص.گهريل- اُڌارو ورتل.
مَلَ: ث. زنجير جي ڪڙين کي ڳنڍڻ لاءِ لوهي چلو. ناپا ڪائي- بليتائي-ميراڻ.
مَل: ث.مهتو- ماڃڻ جو عمل.
مَل ڏيڻ: مهتو ڏيڻ (ڌاتوءَ کي). چٽ ڏيڻ (صابڻ جي). صفا ڪرڻ يا چمڪائڻ لاءِ چار وغيره سان ماڃڻ.
مَلُ: ذ. چونڊي جي چٽ جي وچ ۾ هيٺان ڏنل اُپي ڪاني. مشهور شاعر محمود پلي جو شاعرانو تخلص. هندن جي نالي پٺيان ايندڙ لقب (هاسو مل، بصر مل وغيره).
مل: ث(انگ) ڪارخانو (ڪنب، ڪپڙي وغيره ناهڻ جو).
مُلُ: ذ.مُله- قيمت. (ط) وٽ- لڳ- گڏ.
مُلا: ظ.وٽان-کان- طرفان (آڳاٽي ٻوليءَ جو لفظ)

مُلا، مُلان: ذ(ع) عالم فاضل شخص.عزت وارو خطاب.مسجد جو پيش امام.ٻارن کي مسجد يا مڪتب ۾ پڙهائيندڙ معلم.
مُلا جي ڊوڙ مسجد تائين: حيثيتءِ پهچ آهر ڪوشش.
مُلان موراڻو: ذ.مولوي- تعويذ ڦيٿو ڪندڙ مولوي.
مَلاحَ: ذ.هڪ ذات جو نالو- ميربحر.
مَلاحُ: ذ(ع) ٻيڙياتو- ميربحر- ڪشتي بان.
مَلاحَت: ث (ع) لوڻاڻي- نمڪين. سانورائي. سانوري رنگ واري سونهن.نرمي.
مُلاحَظو: ذ(ع) ڏسڻ.توجهہ.غور.لحاظ- مروت.
مُلاحظو ڪرڻ: ڏسڻ.معائنو ڪرڻ.طرفداري ڪرڻ.
مُلاحظي ۾ اچڻ: نظرمان گذرڻ.لحاظ ۾ اچڻ.
مَلاحي: ث.سُونهَپ- مُعلمي.جهازراني.
مَلارَ، مَلهارَ: ث.هڪ راڳڻيءَ جو نالو.جهڙالو- مينهن- برسات.
مَلاري، مَلهاري: ث.جهڙيءِ ڦڙيءَ واري وٺندڙ موسم.بَهاري- موج.
مُلازمُ: ص(ع) نوڪر- چاڪر.خادم.اهلڪار.
مُلازمَت: ث.نوڪري.
مُلازمت پيشہ: ص.جنهن جو ڌنڌو نوڪري هجي- نوڪريءَ وارو.
مُلاقات: ث(ع) گڏجاڻي.مُڪاميلو- ڏيٺ.وصل.
ملاقات ڪرڻ: روبرو گڏجڻ.هڪٻئي سان ملڻ.
مُلاقاتي: ص.ملاقات ڪندڙ.ڄاڻ سڃاڻ وارو.دوست.
مُلاقي: ص.ملڻ وارو- ملاقات ڪندڙ.
مُلاقي ٿيڻ: ملڻ- ملاقات ڪرڻ.
مُلاقي ٽپڪو: ذ.گهيري جي گڏجڻ وارو هنڌ.
ملاڪڙو: ذ.مله جي مقابلي جي جاءِ.مله جو ميدان.مله جو مقابلو.
مَلالُ: ذ(ع) رنج- غم- ڏک.افسوس.
مَلالَت: ث.رنج.مَلال.غمگيني.
مَلالو: ذ.ملال.مصيبت-آپدا.مَلهالو- تڪرار.
مَلامَ: ث(ع) ملامت- ڦٽ.ميار.
مَلامَت: ث(ع) ڇڙ ڦٽ.تنبيهہ.عتاب.
مَلامَت ڪرڻ: ڇڙ ڦٽ ڪرڻ.لعنت ملامت ڪرڻ.
مَلامَتي: ذ(ع) فقيرن جو هڪ گروهہ (جيڪي خفيہ عبادت ڪن ۽ ظاهر ۾ پنهنجا افعال خراب رکن).
مَلانو: ذ. ڪم ڪڍڻ لاءِ ڪنهن وٽ ويل ميڙ.
مُلانو: ص.مُلان وارو- مُلان جو.
ملاوَت: ث.آميزش.اصل شيءِ ۾ نقل يا ناقص شيءِ ملائڻ.

**ملاوَتي ڏاتُو**: ذ.مَٽ- ڪَس- ڦيٽ.

**مَلائڪ**: ذ(ع:مَلڪ جو جمع) فرشتا.

**مَلائڪ مَرڻ**: گهبرائجي وڃڻ- ڊڄي وڃڻ.

**مَلائڪن کي خبر نہ هئڻ**: بلڪل ڳجھ ڳوھ ۾ هئڻ (ڪم، ڳالھ)- رازداري هئڻ.

**مُلائم**: ص(ع) نرم- ڪٺرو. حليم. بردبار.

**مُلائمت**: ث.نرمي.

**ملائڻ**: م. گڏائڻ. گڏو چڙ ڪرڻ. ملائي هڪ ڪرڻ. شامل ڪرڻ. پيٽ ڪرڻ. ملاقات ڪرائڻ. صلح ڪرائڻ. همراز ڪرڻ. آميزش ڪرڻ. ڳنڍڻ. لڳائڻ. نهڪائڻ.

**ملائي ڇڏڻ**: گڏائي ڇڏڻ. شامل ڪرڻ. ڳنڍي ڇڏڻ.

**مَلائي**: ث.کير جي مٿان جميل سٿڀ جو تہ- ٿري.

**مَلبار، مالابار**: اسم خاص. هڪ مُلڪ جو نالو. جتي اڳاٽي زماني ۾ سنڌي و تجار اوپار لاءِ ويندا هئا.

**مَلبو**: ذ.ڊٺل عمارت وغيره جو سامان- ڪچرو.

**مَلبُوس**: ص(ع) ڪپڙا پاتل- وڳو پهريل. (ذ) لباس.

**مَلبُوسات**: ث(ع) ڪپڙا- وڳا.

**ملت**: ث(ع) مذهب- دين. قوم. گروھ.

**ملت**: ث.نا- صلح. هم صلاح. شامل. ٻڌي- اتحاد. جيڪي مليو هجي- اُپراسو- ڪمائي.

**ملتُ**: ص.گڏيل- گڏو چڙ. هم صلاحي- سازباز. نهيل.

**مُلتان**: اسم خاص. هڪ مشهور شهر جو نالو.

**مُلتاني گهيتلو هئڻ**: جنهن ڪنهن سان پورو هئڻ.

**مُلتاني مٽي**: ث.وهنجڻ جي ڪم ايندڙ ميٽ.

**مُلتزم**: ص(ع) پاڻ مٿان ڪا ڳالھ وغيره لازم ڪندڙ.

**مُلتفت**: ص(ع) توجھ ڪندڙ.

**مُلتَمس**: ص(ع) التماس ڪيل- پڇيل. عرض ڪيل.

**مُلتَوي**: ص(ع) دير ڪيل- وٺي وڌل. ٿوري دير ترسايل (ڪم ڪي).

**مَلتَوي ڪرڻ**: ترسائڻ (ٿوري دير لاءِ ڪم کي).

**ملٽري، مليٽري**: ذ(انگ) فوج- هٿيار بند فوج.

**ملٽري گورنمينٽ**: ث.فوجي حڪومت- مارشل لا- آمريت.

**مُلني**: ث.مني ڪاني- مليني.

**مَلجا**: ذ(ع) پناهگاھ. پشت پناھ- مددگار.

**مَلجا وَماوي**: ذ.پناھ ملڻ جي جاءِ. پشت پناهي.

**مَل چَل**: ذ.ڪٺر ڪيل ڳاھ کي پسايل ڪڙ سان ملائڻ وارو عمل.

**مُلحدُ**: ص(ع) پنهنجي مذهب کان ڦريل- ڪافر.

**مُلحداتو**: ص.مُلحدن وارو- ڪافراتو.

**مُلحَظو**: ذ.پاسو. پرهيز. تارو. ڊپ- خوف- انديشو. رُعب. دهشت.

**مُلحَق**: ص(ع) لاڳو- ڳنڍيل- شامل.

**مَلحُوظ**: ص(ع) لحاظ ڪيل- ڌيان ۾ رکيل.

**ملحوظ خاطر**: ظ.دل جو خيال- دلي توجھ.

**مَلخورو**: ذ.گهوڙي جي پٺيءَ تي تل هيٺان و چايل ڪپڙو.

**مُلذذ**: ص(ع) لذت وڌائيندڙ. لذيذ.

**مُلزَم**: ص(ع) الزام هيٺ آيل. ڏوهي- قصوروار.

**مَلزُوم**: ص.لازم ڪيل. جدا نہ ٿيندڙ. سدائين گڏ.

**ملس**: ث.اَٽ جاوار.

**مَلعُون**: ص(ع) لعنت ڪيل. لعنتي- هڃارو. ڌڪاريل. شيطان.

**مَلفُوظات**: ث(ع) اهو ڪتاب جيڪو ڪنهن بزرگ پنهنجي ڪينيت بابت پنهنجي زباني لکيو هجي.

**مُلقَب**: ص(ع) لقب ڏنل- لقب وارو. معروف.

**مَلفُوف**: ص(ع) ويڙهيل- لپيٽيل. ڍڪيل. پوريل.

**مَلڪ**: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**مَلڪُ**: ذ(ع) فرشتو.

**مَلڪ المُوت**: ذ.موت جو فرشتو- عزرائيل.

**مَلڪ خصلت**: ص.نيڪ ۽ معصوم- فرشتہ سيرت.

**مَلڪُ**: ذ(ع) بادشاھ. امير. والي.

**مَلڪ زادو**: ذ.بادشاهزدو- شهزادو.

**ملڪ**: ث(ع) ملڪيت- مال اسباب.

**ملڪي**: ص.ملڪيت وارو- ملڪيت جو.

**مُلڪُ**: ذ(ع) ديس- ڏيھ. صوبو- پرڳڻو. وطن- ساٿيھ.

**مُلڪان مُلڪُ**: ظ.ملڪن ۾. هر هنڌ.

**مُلڪ بدر ڪرڻ**: ڏيھ نيڪالي ڏيڻ- جلاوطن ڪرڻ.

**مُلڪ تپائڻ**: ظلم ڪرڻ- باهباري ڏيڻ.

**مُلڪ گيري**: ث.ملڪ فتح ڪرڻ. حڪومت جا معاملا.

**مُلڪ مثال**: ظ.پڌرتي پٽ- ظاهر ظهور.

**مُلڪي**: ص.ڏيهي- ديسي. ملڪ جو.

**مَلڪائي**: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو- جَٽ.

**مَلڪہ**: ث(ع) راڻي.

**مَلڪہ مُعظم**: ث.پٽ راڻي.

**مَلڪو:** ذ (ع) مهارت- قابليت. علم. هنر يا مشق سان پيدا ٿيل قوت. تجربو.

**مَلڪُوت:** ذ (ع) ملائڪن جو عالم. فرشتا- ملائڪ. عالم ارواح.

**مَلڪُوتي:** ص. ملائڪن جهڙي (صفت).

**ملڪيَت:** ث (ع) مالڪاڻو حق. جائداد. دولت- ناڻو.

**مَلگُورو:** ص. هلڪڙو. ٽرڙو.

**مَلمُ:** ذ (ف: مرهم) ڦٽ ڦرڙي يا زخم تي لڳائڻ لاءِ ليپ- مرهم.

**مَلم پَٽي:** ث. علاج. دوا درمل.

**مُلمعي:** ذ. سونو پاڻي چڙهيل. ظاهري ڏيکاءُ وارو- پيڪيدار.

**مَلمَل:** ث. هڪ قسم جو سفيد سنهو ڪپڙو- شبنم.

**مُلمو:** ذ (ع: مُلَمَعْ) سون چانديءَ جو پاڻي (جيڪو ڳهڻ تي چڙهيل هجي). ظاهري ڏيکاءُ.

**مُلمو چاڙهڻ:** سون چانديءَ جو پاڻي چاڙهڻ. قلعي ڪرڻ. ڀهروپ ڪرڻ.

**مُلمي تي هلڻ:** ظاهري ڏيک ڪرڻ.

**مُلمو کُلي وڃڻ:** اصليت پڌري ٿيڻ.

**مُلمي سازي:** ث. ڳهڻ تي سونو پاڻي چاڙهڻ جو ڪم.

**مَلنگُ:** ص (ف) بيخود- بيهوش. آپي کان نڪتل (نشي ۾). قلندر شهباز جو گوڏڙي پوش فقير.

**مَلنگي:** ث. فقيري- درويشي.

**مَلنگهه:** ذ. ڏاندي پکيءَ جو هڪ قسم.

**مَلڻُ:** م. مهٽڻ- گهڻ. گسائڻ. لڳائڻ (تيل وغيره)- مالش ڪرڻ. مانجڻ. صاف ڪرڻ. پالش ڪرڻ. ڳوهڻ (اٽو).

**مِلڻُ:** م. گڏجڻ. لاڳو ٿيڻ- شامل ٿيڻ. چنبڙڻ. متحد ٿيڻ. گڏ وچڙ ٿيڻ. ملاقات ٿيڻ. سامهون ٿيڻ- روبرو ٿيڻ. وصل ٿيڻ. حاصل ٿيڻ وصول ٿيڻ- هٿ ۾ اچڻ. هٿ لڳڻ- دستياب ٿيڻ. شريڪ ٿيڻ (سازش ۾).

**ملڻ جُلڻ:** اچ وڃ جو رسنو رکڻ. ميل ملاقات ڪرڻ.

**ملئو:** ص. خوش مزاج. خليق. سُٺي سڀاءُ وارو.

**مُلئو:** ذ. پيرت جو هڪ قسم.

**مَلئي:** ث. مَلڻ يا مانجڻ جو ڪم.

**مَلو:** ذ. جسم تي ٿيل ڦٽ ڦرڙيون.

**مُلو:** ذ. مُلا. آخوند.

**مُلپي:** ث. 'مُلان' وارو پيشو (ديني رسمون ادا ڪندڙ).

**مَلوڇلُو:** ذ. صاف- سنو- اوجر. چمڪندڙ- روشن.

**مُلوَث:** ص (ع) لٿڙيل- آلودو. ناپاڪ- پليت. گتل (ڏوهن گناهن ۾).

**مُلوث ڪرڻ:** لٿين. الزام مڙهڻ.

**مَلُورُ:** ص. مَلول- اداس.

**مَلُوڪ:** ص. سهڻو- حسين. موهيندڙ.

**مَلُوڪان:** ص. سهڻي- حسين. موهيندڙ. عورت جو نالو.

**مَلُوڪَت:** ث. سهڻائي- خوبصورتي. سونهن- سندرتا.

**مُلُوڪُ:** ذ (ع: مَلِڪ) بادشاه- سلطان.

**مُلُوڪي:** ص. شاهي- شاهاڻو.

**مَلوڪيَت:** ث. بادشاهي- سلطنت.

**مَلُولُ:** ص (ع) اداس- مايوس. غمگين- ڏکارو. دلگير.

**مَلولائي:** ث. غمگيني. اُباڻڪائي. مايوسي.

**مُلوَن:** ص. رنگ ڏنل- رنگارنگي- رنگين.

**ملهَه:** ث. پهلواني. سنڌ ۾ زور آزمائيءَ جي مقابلي واري خاص راند.

**مَله ڪرڻ:** سرسي ڪرڻ- سوڀ ڪرڻ. ڪامياب ٿيڻ.

**مَلهُ:** ص. ملهوڙهندڙ پهلوان. سورهيه. پهلوان.

**مُلهُ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم- ڟهيرپکي.

**مُلهُ:** ذ. قيمت. اگهه- نرخ.

**مُلهائتو:** ص. وڏي اگهه وارو. قيمتي.

**مُله چُڪائڻ:** قيمت ڪٿڻ- اگهه ڪرڻ.

**مُله چڏائڻ:** جنڊ ڪرڻ. بي عزتو ڪرڻ.

**مُله ڪرڻ:** اگهه ڪرڻ- قيمتي ٿيڻ.

**مُله ڳڀهي جهيڙو ڪرڻ:** جاٺي واٺي وڙهڻ.

**مُله وٺڻ:** خريد ڪرڻ- قيمت ڏيئي وٺڻ. سرسو ڪرڻ. احسان ڪرڻ.

**مَلهارَ:** ث. برسات جي موسم- جهڙالو.

**مَلهارُ:** ذ. برسات جي مند جو راڳ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**مَلهارو، مالهارو:** ذ. نار جو هڪ عضوو (مالهه کي گهرڪي وڃڻ کان روڪيندڙ ڪاني).

**مَلهاري:** ث. برسات جي مند. بهاري- موج.

**مَلهالو:** ذ. معاملو- جهيڙو- مانڊاڻ. رڳڙو. گوڙ- ڌمچر. تڪرار. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ملهالو مچائڻ:** هل هنگامو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**مَلهائڻُ:** م. خوشي ڪرڻ. جشن ڪرڻ. سرخرو ٿيڻ نالو ڪڍائڻ. ڪارنامو ڪرڻ.

**مَلهڙو:** ص. منافق- نيت کوٽو. ڳجهڙو.

**مَلهڻُ:** م. سرسي ڪرڻ. سورهيائي ڏيکارڻ. مشهور ڪرڻ. مُرڪڻ- فخر ڪرڻ. سرخرو ٿيڻ. خوش ٿيڻ.

**مَلهڻو:** ص. بهادر. سرخرور. پڌندڙ.

**مَلهو:** ذ. چار مڻ پٽ لٽ جو ڏورو. چولي ۽ وغيره جو آڳو.

**مُلهيو:** ذ. پکي جو هڪ قسم.

**مَلي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم- بنا ڇلرن مڇي (جيڪا کائڻ سبب جسم ۾ ملو پيدا ٿئي). کلين (ڳلي) جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ڪليون سُڄي پاڻ جي پون). ڦرڙين جي بيماري- مَلو.

**ملي پڳت:** ث. ڳڏيل سازش.

**مَليڇ:** ص (سن) پليت. گندو- خراب- ڪنو.

**مَليح:** ص (ع) سانورو- سهڻو- حَسين.

**مَليدو:** ذ (ف: ماليده) چُوري- ڪُٽي- پوري. سنوءِ سٽيو ناڌو.

**مَليدا کائڻ:** خوشحال زندگي بسر ڪرڻ.

**مَلير:** ث. ڪراچي لڳ مشهور ندي جو نالو. ڳاڙهن ساون نيرن چٽن ڪاري سان ڪٽين جو رڱيل بوڇڻ- پوتڙو.

**مَلير:** اسم خاص. ڳوٺ ءِ جُوءِ جو نالو. سرسبز علائقو جيڪو ملير ندي جي پاتي تي آباد آهي.

**مَليرو:** ذ. پاڇيءَ طور ڪم ايندڙ بوٽي جو هڪ قسم.

**مَليريا:** ث (انگ) موسمي بخار (جيڪو مڇرن کان ٿئي. عام طرح سَرءُ جو تپ).

**مَليشا:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**مليل:** ص. ڳڏيل- شامل. ڳنڍيل. ملاوت ٿيل. ڏنل.

**مليل هئڻ:** هم صلاح هئڻ. سازش ۾ شريڪ هئڻ. ڄٽ هئڻ.

**ملي وڃڻ:** حاصل ٿي وڃڻ. شامل ٿيڻ. ڳنڍجڻ.

**مُليمُ:** ذ. ڪاٺ تي ڪيل چٽسالي يا گلڪاري.

**ملي ميٽر:** ذ. ماپ جو هڪ ڪو- ميٽر جو هزارئون حصو.

**ملين:** ذ (انگ) ڏهلک.

**مَمرَ:** ث. هڪ قسم جو جانور. ڪارو رڇ. بدصورت پوڙهي عورت- ٻانڀ.

**مَمات، مَماتي:** ث (ع) مرت- مرتو- وفات.

**مُمَاثل:** ظ (ع) جهڙو. وانگر. مشابه.

**مُماثلت:** ث (ع) مشابهت- هڪجهڙائي.

**مَمالڪ:** ذ (ع: "مُلڪ" جو جمع) مُلڪ. پرڳڻا.

**مُمانعت:** ث (ع) منع- روڪ- جَهل. بندش.

**مَمَتا:** ث (سن) مامتا- ماءُ جو پيار. موه. چڪ- لاڙو. گهرج.

**مُمتاز:** ص (ع) چونڊيل. معزز. ناميارو.

**مُمتحن:** ذ (ع) امتحان وٺندڙ. پرکيندڙ.

**مَمدُوح:** ص (ع) تعريف ڪيل- ساراهيل- واکاڻيل.

**مَمدُودَه.** ذ. مَد وارو الف (الف ممدوده ۽ الف متصوره)

**مَمڙو:** ذ. جانور جو هڪ قسم- مَمَ جو نر.

**مُمسڪ:** ص (ع) روڪيندڙ. بندڃ ڪندڙ (مباشرت ۾). ڪنجوس- شوم.

**مُمڪنُ:** ظ (ع) ٿي سگهندڙ- شدني- ٿيڻي.

**مُمڪناً:** ظ. ممڪن ڪان- شايد- جيڪر

**مُمڪنات:** ث (ع) ٿي سگهڻ جهڙيون ڳالهيون. هستي- ڪائنات جو وجود.

**مُملڪت:** ث (ع) بادشاهي- سلطنت. حڪومت.

**مَملُوڪ:** ز (ع) قبضو ڪيل- مقبوض. زر خريد ٻانهو- غلام.

**مَمنُوع:** ص (ع) منع ڪيل. ناجائز. بندش پيل. خلاف شرع.

**مَمنُون:** ص (ع) احسان ڪيل. احسانمند- شڪرگذار.

**مَمَڻُ:** ذ. جهيڙو- تڪرار.

**مَمَڻُ مچڻ:** جهيڙو ٿيڻ- معاملو ٿيڻ- تڪرار ٿيڻ.

**مُمو:** ص. بردبار. مانيٺو. اندرڪُنڊو.

**مَمولو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم- سَرءُ جي جهرڪي.

**مَمي:** ث (انگ) مصالحو لڳائي محفوظ ڪري رکيل لاش.

**مَميرو:** ذ. مَهيمرو (پسار ڪووکر).

**مَن:** ظ. شال- هُوند- جيڪر.

**مَنُ:** ذ (سن) دل- جيءُ- قلب. چتُ.

**مَن پاونا:** ذ. دل جي چاهت- دلي لاڙو.

**مَن پاوَندو:** ص. دلپسند. من گهريو. محبوب.

**مَن پاوَندي مُراد:** ث. دل گهريو مطلب.

**مَن پڄڻ:** رحم اچڻ- همدردي ٿيڻ.

**مَن ساڌڻ:** سَڌون پلڻ. نفس مارڻ.

**مَن گُهريو:** ص. دل کي وڻندڙ. محبوب. پرين.

**مَن گهڙت:** ص. بي بنياد- قياسي. هٿراڌو.

**مَن ڪاڍو:** ذ. دل جو لاڙو- مَن جي چڪ.

**مَنُ لڳائڻ:** دل لائڻ. دل سان هنداڻڻ.

**مَن ماني:** ث. دل کي وڻندڙ ڪارروائي.

**مَن مانيون ڪرڻ:** پنهنجي مرضيءَ موجب ڪم ڪرڻ.

موجون ڪرڻ

**مَن مَستي:** ث. آڪڙ- وڏائي- هٺ.

**مَن مَنائي بيهڻ:** ظاهر ٿي بيهڻ. خواري ڪرڻ- ذلت ڪرڻ.

**مَن موهَن:** ذ. دل کي موهيندڙ- پيارو- مُحب- دلبر.

**مَن موجي:** ص. ڪلتو- ڪلمک- زنده دل. پورالو- سودائي

**مَن ۾ مانڊاڻ مچڻ:** دل ۾ خوش ٿيڻ- آنند ماڻڻ ٿيڻ.

**مَن وڏائڻ:** متي تي چاڙهڻ- معرور ڪرڻ چڙواڳ ڪرڻ.

**مَن وَڌڻ:** آڪرو ٿيڻ- مغرور ٿيڻ. اجائي حجت ڪرڻ.

**مُنُ:** ذ. گهوڙي جو هڪ پند. پؤتو- منو.

**منا:** اسم خاص (ع) عربستان جي اها جوءِ جتي حج جي موقعي تي قرباني ڪئي وڃي.

**مَناتُ:** اسم خاص (ع) قديم عرب جي ٽن مشهور بتن مان هڪ جو نالو.

**مُناجات:** ث (ع) عاجزيءَ التجا سان گهريل دعا.

**مُنادي:** ث (ع) ڍنڍورو- ڍنڍورو- اعلان.

**مُنادي ڪرڻ:** ڍونڍورو ڦيرائڻ- اعلان ڪرڻ. حاڪم جو حڪم ٻڌائڻ.

**مُنارڪي:** اسم خاص. ٺٽي ضلعي ۾ سنڌو درياءُ جي بند جو هڪ نالو.

**مُنارو:** ذ (ع) اوچو پيل پائو- ٿنون- ٿنڀ. مسجد جو اوچو مينار (جنهن تي چڙهي بانگو بانگ ڏئي).

**مَناڙ:** زور- چپ- پيڙ. مالش- مهٽ سهٽ. معلومات- ڄاڻ. اٽاڻ.

**مَناڙَڻُ:** م. هٿن سان ڦلهورڻ مهٽڻ. مڪون هڻي لوئڻ (ڪپڙن کي). مڪڙيون هڻڻ.

**مُناڙو:** ذ. وَهٽ ٻڌڻ جو وڏو ڪلو- منو.

**مُناڙي:** ٻيڙيءَ جي پڳهه ٻڌڻ لاءِ ڪاٺ جو کوڙيل ڪلو.

**مَنازل:** ث (ع: 'منزل' جو جمع) ترسڻ جون جايون- منزلون.

**منازل قمر:** چنڊ جون منزلون.

**مُناسبُ:** ظ (ع) نسبت رکندڙ. لاڳاپيل. موزون. لائق. بهتر. جائز.

**مُناسب لڳڻ:** موزون ٿيڻ. جڳ ٿڻ ٺهڪي اچڻ.

**مُناسبَت:** ث (ع) تعلق- لاڳاپو. ٻيٽ. هڪجهڙائي

**مَناسڪَ:** ذ (ع) حج جا ارڪان.

**مَناظرَ:** ذ (ع) نظارا- ڏيک.

**مُناظر:** ذ (ع) مُناظرو ڪندڙ- بحث ڪندڙ.

**مُناظرو:** ذ (ع) گڏيل بحث. مباحثو. تڪرار.

**مُنافرَتَ:** ذ (ع) نفرت- ڌڪار.

**مُنافعو:** ذ (ع) فائدو- لاڀ. اُپراسو.

**منافعيدار:** ص. فائدي وارو- مفيد. پائيوار- پتيار. سرڪاري ڍل مان حصو وٺندڙ.

**مُنافقُ:** ص (ع) نفاق رکندڙ. ٻيائي رکندڙ. رياڪار. ظاهر ۾ دوست پر دل ۾ دشمن.

**مُنافقي:** ث. نيت جي پليدي- منافقت.

**مُنافقَتَ:** ث (ع) رياڪاري. مڪاري. ٻيائي. دغا. ٻچاپڙائي.

**مَنافي:** ث (ع) خلاف- بر خلافي.

**مَناقب:** ذ (ع: "منقبت" جو جمع) وصفون. اصحابن ۽ اهلبيت جي مدح.

**مُناقشو:** ذ (ع) جهڳڙو- جهيڙو- تڪرار.

**مَنال:** ذ (ع) جائداد- مال ملڪيت.

**مَنانُ:** ذ (ع) وڏا احسان ڪندڙ. نيڪي ڪندڙ. خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**مَناڻَ:** ث. ڦرڻ جهليندڙ چوپايو وهٽ- اڻ ڏڪي- سَنڍ.

**مَنائي.** ث. قبوليت. قرار- ميڄتا.

**مَناهي:** ث (ع) منع ڪيل شيون. غير شرعي چيزون يا عمل. منع- بندش.

**منائڻ:** م. نڪ مان ڳالهائڻ- گهڻو ڳالهائڻ- مڻ مڻ ڪرڻ.

**مُنائڻ:** م. ڪوڙائڻ (وار)- پاڪي گهمارائڻ.

**مَنبَتڪاري:** ث. ڪاٺي يا ڪپڙي تي اُڀريل گلن ٻوٽن ناهڻ جو ڪم.

**مَنبَرُ، منبَرُ:** ذ (ع) ڪاٺي يا سرن جو ٺهيل ننڍڙو ٿلهو، جنهن تي ويهي پيش امام خطبو ڏئي.

**مَنبَعُ:** ذ (ع) زمين مان چشمي جي صورت ۾ پاڻي ڦاٽي نڪرڻ جو هنڌ- چشمو.

**مُنبَئي:** ث. سرڪاري آڙ جو وڪرو.

**مُنبي:** ث. پٽڙيڻ شين جي ماپڻ جو اوزار- ٽپري.

**مَنَت:** ث. باس- سکا. پيشا- ندر. وچن- انجام.

**مُنتَخبُ:** ص (ع) چونڊيل- ڏٺيل. پسند ڪيل. چيده. (ذ) اختصار.

**مَنتَرُ:** ذ (سن) ڪنهن ديوتا جي شان ۾ ڪيل خطاب ... جو مقدس ٻول. جادو- ٽوٽو.

**مَنتر باز:** ص. منتر وغيره پڙهندڙ- پوپو. ڄرواڙو. جوتشو وديا جو ڄاڻو.

**مَنتَر جَنتَر:** ذ. جادو ٽوٽو. ڦيٽو ڦوڪ ڙو.

**مَنتر ساڌڻ:** جَپ ڪرڻ- تپسيا ڪرڻ.

**مَنتر هڻڻ:** جادو ڪرڻ- ٽوٽو هڻڻ.

**مَنتري:** ص (سن) حڪومت جو صلاحڪار يا وزير. ڪنهن جماعت جو صدر ڪان پوءِ مک عهديدار.

**مُنتَشرُ:** ظ (ع) پکڙيل- چڙوچڙ- ڪنڊڙيل

**مُنتشر ڪرڻ:** ڇڙوڇڙ ڪرڻ- ڪنديرڻ- ڪنديرڻ- پکيڙڻ.

**مُنتَظِرُ:** ص(ع) انتظار ڪندڙ. راهه تڪيندڙ. اميدوار.

**مُنتَظِمُ:** ص(ع) انتظام ڪندڙ. انتظام هلائيندڙ. اڳواڻي ڪندڙ.

**مُنتَقَل:** ص(ع) هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ رکيل. جڳهه مٽايل

**مُنتقَل ڪرڻ:** هڪڙي هنڌان کڻي ٻئي هنڌ رکڻ. تبديل ڪرڻ. مٽائڻ- بدلائڻ.

**مُنتَقلي:** ث. مُنتقل ڪرڻ يا ٿيڻ واري حالت. سپردگي.

**مُنتَقِمُ:** ص(ع) انتقام وٺندڙ- بدلو وٺندڙ.

**مُنتقم مزاج:** ص. انتقامي جذبو رکندڙ.

**مُنتَهيٰ:** ص(ع) انتها ڪيل. انتهائي- آخري. پڇاڙيءَ وارو.

**منتَ، منَتَ:** ث(ع: منت) عاجزي. خوشامد. چاپلوسي. عرض.

**منَتَ سماجَت:** ث. منت ميڙ- آزي نيزاري.

**منَتَ ڪرڻ:** عاجزيءَ سان عرض ڪرڻ. خوشامد سان عرض ڪرڻ. آزي نيازي ڪرڻ.

**منتَ ميڙ:** ذ. چڱن مڙسن ذريعي اڳلي کي ايلاز.

**منَتُ:** ذ(انگ) ڪلاڪ جو سٺئون عرصو. ساعت- گهڙي.

**مَنثارُ:** ص. دل ٺاريندڙ. دل کي فرحت ڏيندڙ. دل کي قرار ڏيندڙ. پيارو- محبتي.

**مُنجَ:** ث. لڙ- لڙاٽ. غبار يل آسمان.

**مُنجَذب:** ص. جذب ٿي ويندڙ- جاذبيت وارو.

**مُنجَلي:** ص(ع) ظاهر- پڌرو. روشن.

**مُنجَمِ:** ص(ع) تارن ۽ گرهن جو علم ڄاڻندڙ- نجومي- جوتشي.

**مُنجَمدُ:** ص(ع) جميل- برف ٿيل.

**مَنجَن:** ذ(سن) ڏندن جي صفائيءَ لاءِ مَلڻ جي دوا- سفوف- ٻورو

**مَنجَن:** ث. ڇئن تنگن وارو ڪاٺ جو چؤنڪو. دلن مٿن رکڻ لاءِ ڪاٺ جي منجي- گهڙا منجي. پَلي پچائڻ لاءِ لوهه جي خاص منجڻ.

**مَنجَڻ:** م. مانجڻ- مَلڻ (ٿانوَ). صفا ڪرڻ.

**مُنجَڻُ:** م. موڪلڻ- روانو ڪرڻ- اُماڻڻ.

**مَنجني ڦَل:** ذ. پيرت جو هڪ قسم.

**مَنجو:** ذ. کٽ- چارپائي- کٽولو.

**مَنجو ڇڏڻ:** مري وڃڻ. کٽ کي ڇڏڻ.

**مَنجي:** ث. ننڍي کٽ- کٽولي. گهڙن رکڻ لاءِ ڪاٺ جي گهوڙي- مَنجڻ.

**مَنجيري:** ث. پکيءَ جو هڪ قسم.

**مَنجَنيقَ:** ث(ع) ڪانيءَ تيءَ وانگر وڏا پٿر اڇلائڻ جي ڪَل.

**مَنجهه، مَنجهي:** ث. مينهن (چؤپائي).

**مَنجهه:** ظ. اندر- وچ ۾- درميان.

**مَنجهارا:** ظ. منجهان.

**مَنجهان:** ظ. اندر مان- اندران. دل مان.

**مَنجهه:** ذ. اندر- وچ. راز- ڳجهه. دل- ضمير.

**منجهه ڦرڻ:** دل ۾ وسوسو- اندر جو راز اندر ۾ ئي رهڻ.

**مَنجهه ڪڍڻ:** دل جو راز ڪڍڻ. انت لهڻ- ڀيد معلوم ڪرڻ

**مُنجهه:** ث. مونجهه. اُبس- رڳهه. ڏنڌ- لڙاٽ.

**مَنجهانڊڙو، مَنجهانڊئو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ

**مَنجهانئو:** ص. اندر وارو- اندريون.

**مُنجهائڻ:** م. ڀلائڻ. گمراهه ڪرڻ. ابتو ڏس ڏيڻ. ڦاسائڻ ٽڪائڻ. ورو ڪڙ ڏيڻ.

**منجهلو:** ذ. گوڏ جو ڪپڙو- گوڏ.

**مَنجهند:** ث. ٻنپهرن- وقت- ٻپهر- ڏرتني

**مُنجهڻ:** م. ڀلجڻ- گمراهه ٿيڻ. منجهي پوڻ. واڻڙو ٿيڻ.

**منجهولو:** ذ. ...کي ڪم جو هڪ اوزار- درزن پرن لاءِ ننڍو چونارو.

**مَنچر، مَنچر:** اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ مشهور ڍنڍ.

**مَنچر:** ذ(سن) پسار کي وکر جو هڪ قسم- ڳاڙهو سبنڪيو

**مَنچري:** اسم عام. ملاحن جي هڪ ذات.

**مُنحَرِفُ:** ص(ع) ڦري ويندڙ (واعدي، بيان تان). باغي.

**مُنحَصرُ:** ص(ع) متعلق- مدار رکندڙ- لاڳاپيل.

**مُنحَني:** ص(ع) ڏنگو- ڪمزور- ضعيف. اپرو ڏٻرو- لاغر- سنهو (جسم ۾).

**مَنحُوس:** ص(ع) بدبخت- نڀاڳو- ندورو- نحس.

**مَند:** ص. جهڙو- وانگر- مانند. مَٽ- برابر

**مُند:** ث. موسم- رُت. وقت. زمانو.

**مُند جي ٻُڌائڻ:** سخت لفظ ڳالهائڻ. ڪرو جواب ڏيڻ.

**مُند ڪرڻ:** وقتي طور حالتن ٺاهڻ.

**مُندار:** ص. دڪاندار- کونيد ار- دلال. ڪنجوس.

**مُندائتو:** ص. موسم وارو. وقتائتو- مهلائتو.

**مَندائي:** ث. هلڪائي. مَنائي- بدنيتي. وير- دشمني. مَدائي

**مَندَرُ:** ذ(سن) هندن جي پوڄا پاٺ جي جاءِ. ٺڪاڻو- دئارو.

**مُندر:** ذ. ڪاٺ جو واپاري. کيرو وارو- ڏوڏي.

**مُندرا:** ث(سن) جوڳين جي ڪَنن ۾ پائڻ جا وڏا والا- ڪنڊل. مُهر. ڇاپو.

**مُندرائي:** اسم خاص. بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.

**مُندرجُ:** ص(ع) درج ٿيل. داخل ڪيل. لکيل (حساب ۾).

**مندرج بالا:** ص. مٿي لکيل- مٿي ڄاڻايل.

**مُندرج ذيل:** ص. هيٺ لکيل.

**مَندري:** ث. رُڪ جي ونڊيل ٿالهي.

**مُندري:** ث. سونارن جي هڪ اوزار جو نالو. مُندي.

**مُندمل:** ص(ع) ڀرجندڙ (زخم)

**مَندو:** ص (سن) مَدو- خراب- بڇڙو. سست. لٿل (اڳم)- گهٽ. سستو.

**مندو گهرڻ:** بدخواهي چاهڻ.

**مَندُوب:** ذ(ع) نمائندو (دعوت وغيره ۾ شريڪ ٿيل).

**مَنڌُ:** ذ (سن) منان. سواد- لذت. شراب- مَڌ. ماکي.

**مُنڌ:** ث. عورت- ناري. سهڻي نوجوان عورت.

**مَنڌاتو:** اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم.

**مَنڌرو:** ص. ننڍي قد وارو- ٻندرو. (ث. منڌري)

**منڌرو:** ص. ڍرو- سُست- ڪاهل- منڌو.

**مُنڌلُ:** ص. منجهيل. واڳڙو- پريشان. اُلجهيل- ويڙهيل سيڙهيل.

**مَنڌڻُ:** م. ولوڙڻ- جهڳڻ.

**منڌو:** ص. ڍرو- ڍلو- سُست.

**مَنڌي:** ث. کير ولوڙڻ جي وڏي ماٽي.

**مَنڌي ڇُهڻ:** شادي ۾ لانئن بعد مَنڌيءَ جو سٺ ڪرڻ.

**مَنڌيٽڙو:** ذ. منڌي. جهرٽو. رياضيءَ ۾ ضرب جي نشاني (×).

**مَنڊ:** ث. (سن) اوساريءَ جو هڪ قسم. اڏاوت- مَنڊپ.

**مَنڊُ:** ذ. هڪڙيءَ ٽنگ کان معذوري- لنگ- منڊائي.

**مُنڊُ:** ذ. بندش- روڪ. ماٺ- چپ- خاموشي.

**مَنڊا:** ذ. ڪن جا والا (جوڳي پائن)- منڊرا- ڪنڊل.

**مَنڊاتو:** ذ. مانڊاڻ- مَنڊ.

**مَنڊائڻُ:** م. منڊ ڪائي هلڻ.

**مَنڊپُ:** ذ (سن) اڏاوت. عارضي اڏاوت (هندن ۾ ويڏي پڙهڻ جي رسم لاءِ). پنڊال- شاميانو (جلسي لاءِ).

**مُنڊجڻُ:** م. ٻورجڻ- بند ٿيڻ. جادو ٽوڻي جي اثر هيٺ قابو ٿيڻ.

**مَنڊرُ:** ذ. منتر. جادو- ٽوڻو- ڪامڻ. ڦيٿو- جهاڙ. اڏاوت. مانڊاڻ. ٽڪساٽ.

**مَنڊر پڙهڻ:** جادوءَ جا ٻول پڙهڻ- سحر ڪرڻ. جهاڙ ڪرڻ.

**مَنڊر مَنڊڻ:** چارپکيڙڻ. قاسائڻ لاءِ ٽڪل بازي ڪرڻ. اڏاوت ڪرڻ.

**مَنڊڪ:** ث. منڊو ٿي هلڻ جي حالت.

**مَنڊڪائڻ:** م. منڊڪ هلڻ- مَنڊ ڪائي هلڻ- مَنڊائڻ

**مَنڊڪ مَنڊڪ:** ث. منڊائيءَ ۾ هلڻ جي حالت- ٽپڪ ٽپڪ.

**مَنڊڪ مَنڊي:** ث. هڪ ٻاراڻي راند (جنهن ۾ مَنڊ ڪائي هلي ڪنهن ٻار کي ڪاٽبجي).

**مُنڊڪُ:** ذ. تاج- مُڪٽ.

**مَنڊلُ:** ذ (سن) گول دائرو. شمسي نظام ۾ سج چنڊ تارن جو دائرو. جماعت. مَنڊلي. محفل. تماشو- نظارو.

**مَنڊل وڄڻ:** سَر منڊل جو سازو وڄڻ تماشو ٿيڻ.

**مَنڊلي:** ث (سن) مجلس- سڀا. جماعت. ڪچهري.

**مَنڊم:** ث "ميڊم" جو بگاڙ- مادام. نرس لاءِ استعمال ٿيندڙ.

**مَنڊڻُ:** م. اَڏڻ- اَڏاوت ڪرڻ. جوڙڻ- بنائڻ. سٿڻ (رٿ). پکيڙڻ (چار). سينگارڻ (جاءِ). مَنڊ هڻ.

**مَنڊيلُ:** ص. اَڏيل. ناهيل. سينگاريل.

**مُنڊڻُ:** م. ٻورڻ- بند ڪرڻ- ٻوٽڻ. مَنڊ هڻڻ- ڪامڻ ڪرڻ. جادوءَ سان روڪڻ. قاسائڻ. ڪوڙڻ (مٿو).

**مَنڊو:** ص. هڪ ٽنگ کان معذور- لنگڙو- لڱو. (ث. مَنڊي).

**مَنڊو ڪرڻ:** بيوس ڪرڻ- جڏو ڪرڻ. هلڻ کان هيڻو ڪرڻ

**مَنڊو:** ذ (سن: مُدار) وڏو ڇلو. والو. ڪڙو. جوڳين جو ڪنن ۾ پائڻ جو والو.

**مُنڊا پائڻ:** ڪڙا چاڙهڻ- قابو ڪرڻ.

**مَنڊي:** ث. ڪچي اڏاوت. واپار جو مرڪز- مارڪيٽ.

**مُنڊي، مُنڊري:** ث (سن: مُدرا) آڱر ۾ پائڻ جو ڳهه- ٻڙي يا ٽڪ سان ڇلو.

**مُنڊيءَ ۾ ٽڪ ٿيڻ:** نوڪي ڦهڪي ٻيهڻ- ڪٻي وڃڻ.

**مُنڊيون پائڻ:** چنبا وجهڻ. وينتي ڪرڻ.

**مُنڊيون پوڻ:** ڳيڙيون پوڻ

**مُنڍُ:** ذ. مٿو. مُنهن اڳياڙي. شروعات- ابتدا. شروع وارو هنڌ. اوائل- آغاز. مهڙ (ڪتاب جو). بنياد.

**مُنڍ ڪرڻ:** شروعات ڪرڻ- آغاز ڪرڻ. ٿُهن مان جُدا ڪرڻ.

**مُنڍائُون:** ظ. اصل کان- شروعات کان- اوائلي.

**مُنڍيڙو، مُنڍو:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**منڍڻ، منڍو:** ذ. چپ- خاموش. نٿر.

**مُنڍو:** ذ. مُنهن- سرو. ڪُلهو. ويڪر (ڪپڙي جي)- ٻَر

**مُنڍي:** ث. سري- سسي. ڪنڌ ۾ مٿي وارو حصو.

**مُندي پجڻ:** ڪنڌ پجڻ.

**مُنديري:** ث.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي وَل.

**مَنُڙ:** ذ.مڇيءَ مارڻ جي ڪڙهيءَ جو هڪ عضوو. پکيءَ ڦاسائڻ جي ڪوڙڪي جي ڳن ۾ پيل تار يا ڪانيءَ جو ٽڪر.

**مُنڙ:** ص.ننڍڙو-گنجو-روڏو.

**مُنو:** ذ.مٽيءَ يا ڪاٺ جي مورت.

**مُنڙي:** ث.مَلھ جو هڪ داءُ- چالاڪي- حرفت.

**مُنڙيون ڏيڻ:** اٽڪل بازي ڪرڻ- حرفت ڪيڻ.

**مَنزل:** ث(ع) ترسڻ جو هنڌ- ڊاپو. رهڻ جي جاءِ. هڪڙي ڏينهن جو سفر. گهر. سراءِ. گهر جو مٿيون طبقو. چنڊ جو گهر. قرآن شريف جو ستون حصو.

**منزل آسان ٿيڻ:** سولائيءَ سان مقصد پورو ٿيڻ. فوتيءَ جو ڪفن دفن آسانيءَ سان ٿيڻ.

**مَنزل بمنزل:** ظ.آهستي آهستي. ڏاڪي بڏاڪي- درجيوار.

**مَنزل ڪٽڻ:** قافلي جو اڳتي هلڻ- ڪوچ ڪرڻ.

**منزلگاهه:** ث.منزل ڪرڻ يا ڊاپو ڪرڻ جو خاص مقرر هنڌ.

**مَنزل مارڻ:** مهم طئه ڪرڻ. مشڪل حل ڪرڻ.

**منزل مقصود:** ذ.اصل مقصد. اصل نڪاتو.

**مُنَزَل:** ص(ع) نازل ڪيل- لاٿل.

**مَنزلت:** ذ(ع) مرتبو. رتبو. عزت- وقعت.

**مَنزلو:** ص.منزل وارو- طبقي وارو (ٻه منزلو. ٽه منزلو وغيره).

**مَنزلي:** ص.منزلون هڻندڙ- اَٽڪ.

**مُنزّه:** ص(ع) عيبن کان پاڪ. مقدس. پاڪ صاف.

**منسٽر:** ذ(انگ) وزير- منتري.

**منسٽري:** ث(انگ) وزارت.

**مَنسُڪُ:** ص.دل کي خوش ڪندڙ. دل کي فرحت ڏيندڙ. دلبر.

**مُنسَلڪ:** ص(ع) پوتل (هار يا ڪنديءَ ۾). ڳنڍيل. شامل. لاڳو.

**مَن و سَلويٰ:** ذ(ع) بني اسرائيل قوم لاءِ آسمان تان لٿل کاڌو. خاص طعام. ازغيبي فائدو.

**مَنسُوب:** ص(ع) نالي ڪيل- نالي ٿيل. مڱيل.

**مَنسوب ڪرڻ:** نالي ڪرڻ. لاڳو ڪرڻ.

**مَنسُوخ:** ص(ع) رد ڪيل. ڪيريل.

**مَنسُوخ ڪرڻ:** رد ڪرڻ. روڪڻ. نامنظور ڪرڻ.

**مَنسُوخي:** ث.رد. نامنظوري.

**مَنُش:** ذ(سن) ماڻهو- آدمي- انسان.

**مَنش:** ذ(ف) طبيعت- عادت- سڀاءُ.

**مَنشا:** ث(ع) ارادو- خيال. مراد- مرضي. خواهش- سڌ.

**مَنشُور:** ذ(ع) نشر ڪيل- پکيڙيل. چڙوچڙ. (ذ) سياسي ارادن ۽ تجويزن جو اعلان. عام ماڻهن جي بهتريءَ لاءِ ڪنهن جماعت جي مقصدن جي پڌرائي.

**مُنشي:** ص(ع) محرر- لکندڙ. ڪلارڪ. فارسي پڙهائيندڙ استاد لاءِ عام لقب.

**مُنشيانو:** ص.مُنشيءَ وارو. منشيءَ جهڙو.

**مُنشيگيري:** ث.لکپڙهه جو ڪم ڪرڻ- محرري- ڪلارڪي.

**مَنصَب:** ذ(ع) رتبو. عهدو.

**مَنصب دار:** ص.عهدي دار. رتبي وارو. نسل در نسل وظيفو ونندڙ.

**مُنصفُ:** ص(ع) انصاف ڪندڙ- عدالت ڪندڙ. امين- ثالث.

**مُنصفانو:** ص.انصاف وارو. واجبي- حقي.

**منصف مزاج:** ص.انصاف پسند- عادل.

**مُنصفي:** ث.انصاف- نياءُ. نيا ڪرڙي. ثالثي. نبيرو- فيصلو.

**مَنصُوب:** ص.نصب ڪيل- کوڙيل- کڙو ڪيل.

**مَنصُوبو:** ذ(ع) ارادو. تجويز- رٿ. سازش- فتنو.

**منصُوبو سٽڻ:** سازش ڪرڻ. فتني جاڳائڻ جي رٿ رٿڻ.

**مَنصوبہ بَندي:** ث.عمل لاءِ خاڪو يا نقشو تيار ڪرڻ- رٿابندي.

**مَنصُورُ:** ص(ع) فتحمند- سوڀارو. (اسم خاص) مشهور صوفي درويش حسين بن منصور حلاج.

**مَنصُوري مامر:** ث."اناالحق" وارو راز.

**مُنضَبط:** ص(ع) پيوند ڪيل- ڳنڍيل.

**مُنصِج:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ پسار ڪو وکر. جوشاندو- ڪاڙهو.

**مَنطقُ:** ذ(ع) ڳالهائڻ- گويائي. ڳالهه ٻولهه. گفتگو. سوچ ويچار يا غور ڪرڻ جو علم. عقلي دليلن سان حق کي ناحق ۽ ناحق کي حق ثابت ڪرڻ جو علم.

**مَنطقو:** ذ(ع) زمين جي خيالي تقسيم جو هڪ پٽو- ڪمربند.

**مَنطقَۃ البُروج:** ذ.برجن جو گهيرو- راس چڪر.

**مَنطقي:** ص.منطق وارو- منطق جو. علم منطق جو ماهر.

**مَنظرُ:** ذ(ع) نظارو. لقاءُ. تماشو. ڏيک.

**مَنظر نگاري:** ث.تحرير يا تصوير ۾ ڪنهن منظر کي پيش ڪرڻ.

**مُنظمُ:** ذ(ع) ڏاڳي ۾ پوتل. ترتيب ڏنل- سلسليوار. سٺي ترتيب سان.

**مُنظم ٿيڻ:** ترتيب ۾ اچڻ. سلسليوار ڳنڍجڻ.

**مَنظُورُ:** ص(ع) پسند. قبول. بحال. اجازت.

**منظور ڪرڻ:** قبول ڪرڻ- مڃڻ. اجازت ڏيڻ.

**مَنظور خدا:** خدا جي مرضي- مشيت ايزدي.

**مَنظور نَظر:** ص. اکين کي وڻندڙ. دلپسند. پيارو.

**مَنظوري:** ث. پسندي. قبوليت. رضامندي. اجازت.

**مَنظوري ڏيڻ:** منظور ڪرڻ.

**مَنظُومَ:** ص(ع) پوتل. نظم ۾ آندل. موزون ڪلام.

**منظُومات:** ث. منظوم ڪلام جو مجموعو.

**مَنَع:** ث(ع) جهل- روڪ. بندش. قاعدي جي خلاف.

**منَع ڪرڻ:** روڪڻ- جهلڻ. انڪار ڪرڻ.

**مَنع نامو:** ذ. بندش جو لکت ۾ يا زباني اطلاع.

**مُنعقدُ:** ص(ع) مقرر ڪيل.

**مُنعقد ڪرڻ:** مقرر ڪرڻ- رچائڻ (تقريب وغيره).

**مُنعڪس:** ص(ع) موٽ کاڌل. اونڌو- اُبتو (پاڇو). اولڙو- عڪس.

**مُنعم:** ص(ع) نعمت ڏيندڙ. غني. سخي- فياض. نعمتن سان نوازيندڙ.

**مُنفرج:** ص(ع) پکڙيل- ڦهليل- ڪشادو.

**مُنفرد:** ص(ع) اڪيلو- هڪڙو. الڳ- جدا. ناياب.

**مَنفَعَت:** ث(ع) فائدو- نفعو- لاڀ. حاصلات

**مُنفَڪ:** ص(ع) جدا ڪيل- الڳ ڪيل.

**مَنفي:** ص(ع) انڪاري. رد. خارج ڪيل.

**مُنفي:** ص(ع) گهٽ ڪيل- ڪٽ ڪيل- ڪاٽو.

**مُنفي نشاني:** ث. آلجبرا جي اصطلاح ۾ ڪاٽو ءِ جي نشاني.

**منقارَ:** ث(ع) چهنب (پکيءَ جي).

**مَنقَبت:** ث(ع) تعريف- ساراهه- صفت.

**مُنقَسَم:** ص(ع) ورهايل- ونڊيل- تقسيم ٿيل.

**مُنَقش:** ص(ع) نقش اُڪريل. کوٽي چٽ ڪڍيل. گلن ٻوٽن وارا رنگارنگي چٽ ڪيل.

**مُنقطع:** ص(ع) وڍيل- قطع ڪيل.

**مُنقطع ٿيڻ:** سلسلو ٽٽڻ. رابطو ختم ٿيڻ.

**مُنقطع ڪرڻ:** وڍي ڇڏڻ. تعلق ختم ڪرڻ. سلسلو ٽوڙي ڇڏڻ.

**مُنقَلب:** ص(ع) اُبتو- اُلٽو. اونڌو. ڦرندڙ.

**مَنقُوش:** ص(ع) رنگين چٽن گلن وارو. چٽ اُڪريل.

**مَنقُوطہ:** ص(ع) نقطي وارو (اکر. لفظ).

**مَنقُول:** ص(ع) اُتاريل- نقل ڪيل. بيان ڪيل.

**مَنقُولہ:** ص(ع) هڪڙي هنڌ کان ٻئي هنڌ کڻي وڃڻ جهڙو مال.

**مُنڪرُ:** ص(ع) انڪار ڪندڙ. پنهنجي ڳالهه تان ڦري ويندڙ.

**مُنڪر ٿيڻ:** ڪافر ٿيڻ. ڦري وڃڻ- انڪاري ٿيڻ.

**مُنڪر نعمت:** ص. بي شڪرو- احسان فراموش.

**مُنڪَرُ:** ص(ع) هڪ فرشتي جو نالو. جيڪو 'نڪير' سان گڏ جي قبر ۾ پڇا ڪندو. (ص) خدا جي خدائيءَ کان انڪاري. منحوس.

**مُنڪر نَڪيرُ:** ذ. قبر ۾ پڇا ڪندڙ فرشتا.

**مُنڪَسرُ:** ص(ع) عاجز- مسڪين انڪساريءَ سان هلندڙ- نهٺو.

**مُنڪسر مزاج:** نهٺائيءَ سان هلندڙ. ڪانڌ وارو.

**مُنڪَشفُ:** ص(ع) کليل- ظاهر- پڌرو.

**مَنڪُوحہ:** ث(ع) نڪاح ۾ آيل- نڪاح ٿيل. جوءِ- زال.

**مَنگائڻ:** م. گهرائڻ- سڏائڻ. آڻائڻ

**مَنگتو:** ص. گهرندڙ. فقير- پينو. سوالي. مگتهار.

**مُنگتو:** ص. ويڪرو. ڪشادو- موڪرو.

**مَنگرُ:** ذ. سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**منگرمڇ:** ذ. هڪ قسم جي وڏو سامونڊي مڇ.

**منگرو:** د. منگرمڇ- منگر.

**مَنگرو:** ذ. وڻو- ڄمن- وڏو پيالو.

**مَنگلُ:** ذ(سن) خوشي- شادمانو. هڪ گرهه جو نالو- مريخ. اڱارو (ڏينهن).

**مَنگلاچار:** ذ. محفل- مجلس- جشن. ثنا- حمد. دعا. مناجات. خوشخبري.

**مَنگلي:** ث. ڳچ جو هڪ قسم. چانديءَ جو ڪنگڻ. ڪڙي.

**مَنگڻ:** م. گهرڻ- طلب ڪرڻ- مڱڻ.

**منگوچا:** ذ. مزا- تماشا (هميشہ جمع ۾ ڪم ايندڙ).

**منگوچا مائڻ:** مزا مائڻ- عيش عشرت ڪرڻ.

**مَنگُول:** اسم خاص. هڪ قبيلي جو نالو (جنهن مان چنگيز خان هو)- تاتاري.

**مَنگي:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**مَنگهہ:** ذ. جاءِ جي ڇت مان هوا اچڻ لاءِ لنگهہ- بادگير. مکڻ گڏ ڪري رکڻ جي وڏي دڪي.

**مُنگها:** ذ. ذات جو هڪ قسم.

**مُنگهٽ:** ذ. موڙ. گهوٽ جو سهرو. تاج- چٽ.

**مُنگهٽ:** ص. موگو- منجهيل- واٽڙو.

**مُنگهَنُ، مَنگُهنَ:** ذ. جيت جو هڪ قسم (جيڪو پوسل واري هنڌ ٿئي. ڪَنن ۽ ڪنڌ لين پٽين ۾ گهر ڪري. انساني رَتُ چُوسي).

**مُنگھڻ وارو ڏنگ هڻڻ:** چُپ چُپات ۾ نقصان رسائڻ.

**مَنگھو:** ذ. لوڙهي جي لنگهه ۾ ڪتل ٻه ساڻگي ڪاٺيون، جنهن ۾ آڏا لاءِ ٻي ڪاٺي رکي ويجي.

**مُنگھو:** ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (ڏٿ طور ڪم اچي).

**مُنگھي:** ث. لوٽو- ڪنگر. چاندي تپائڻ لاءِ لوهه جو چورس ٿڪر.

**مَن موري:** ذ. دوائن طور ڪتب ايندڙ هڪ پسار ڪو وکر.

**مَنَڻُ:** م. مَنائڻ (ڪپڙو ڌوئڻ لاءِ) - مهٽڻ (هٿن ۾). نپوڙڻ.

**مُنَڻُ:** م. منڊڻ- ڪوڙڻ (وار). جهنڊ لاهڻ- بار جا پهريون ڀيرو وار ڪوڙڻ.

**مُنو:** ص (سن) ڏاهو- دانشمند. هندو ڌرم جي هڪ رشيءَ جو نالو.

**منو:** ص. ننڍڙي نڪ وارو- ٻنو.

**مُنو:** ذ. ائٽ (چرخي) ۾ لڳل وڏو ڪاٺ جو ڪلو. ٻيڙيءَ ۾ رسي ٻڌڻ لاءِ اُڀي ڪاٺي. نار جي وڏي چڪر ۾ وڏل اُڀي ڪاٺي. (ص) تي پاڳي چار حصو- پؤتو. اڻپورو. گهٽ- ڪسو

**مُنو مُڙس ٿيڻ:** جوانيءَ کي پهچڻ.

**مُنُو:** ذ. ننڍڙو چوڪر. (ص) پيارو- لاڏلو.

**مَنوَت:** ث. واڍڪي ڪم جي اصطلاح ۾ ڪانيءَ تي ٿڪَ ءِ اُڪرَ جو ڪم.

**مَنوَتي، مَنوتي:** ث. مِجتا. تسلائي- دلداري. رضامندي. باسڻ- سُک.

**مُنور:** ص (ع) روشن. چمڪندڙ- درخشان.

**مُنور ڪرڻ:** چمڪائڻ- روشن ڪرڻ.

**مَنوراج:** ذ (سن) دل جا وسوسا- وهم. اجايا پَهه.

**مَنورٿ:** ذ (سن) من جي مراد- مرضي- مطلب. خواهش- ارادو.

**مَنوهَر:** ص (سن) دل خوش ڪندڙ. دلڪسيندڙ- دلبر. سهڻو. پيارو.

**مُنهان:** ظ. مُنهن سان- وات مان.

**مُنهانجڙو:** ص. شرميلو- لڄارو.

**مُنهانڪڙو:** ص. روبرو- مقابل. آمهون سامهون.

**مُنهاند:** ث (سن) مُنهن. مُهاڙي. اڳياڙي.

**مُنهان مُنهن:** ظ. ڪناتار. روبرو- آمهون سامهون.

**منهائڻ:** بهانو ڪرڻ. بهاني سان ٽَرڻ.

**مُنهنجو:** ص. پنهنجو- ذاتي- شخصي.

**مَنهَد:** ظ. اڳي- اڳيان.

**مَنهدان:** ظ. اڳي کان- شروعات کان.

**مُنهَدم:** ص (ع) ڪريل- ڊٺل (اڏاوت).

**مُنهَمڪ:** ص (ع) مشغول- مصروف- رُڌل.

**مَنهن:** ذ. ڪکائون اَڏيل ڇنو- ڇپر. اُجهو.

**مَنهن مُني:** ص. ٻريو مڙس- پٽيل.

**مَنهِن:** ث. ننڍو ڇنو- ننڍو ڇپر.

**منهُن:** ٺ. بهانو- عذر.

**مُنهُن:** ذ. ڪنهن شيءِ جو سوراخ، جنهن ۾ ڪا شيءِ اندر ويجي. وات- ڏهن. ڇيڊ- ٽُنگ. دَر- لنگهه. رستو. شروعات. صورت- شڪل. رخ- طرف. واهيا نهر جو مُنڍ.

**مُنهن اُگهاڙو:** ص. بيشرم.

**مُنهن اونداهي:** ث. ڪاري رات

**مُنهن بند ڪرڻ:** وات بند ڪرڻ. ڪنهن ٿانءَ جو منهن ڪپڙي وغيره سان ٻڌڻ. ڳالهائڻ کان روڪڻ. لاجواب ڪرڻ.

**مُنهن برڻ:** مُنهن مان نور يا جوت پکڙڻ- مُنهن چمڪڻ.

**مُنهن پٽ سان لڳڻ:** لڄي ٿيڻ. پشيمان ٿيڻ.

**مُنهن پڄڻ:** ڊؤ ڪرائڻ. سيڪت ڏيڻ.

**مُنهن پر:** ظ. اونڌي مُنهن- اونڌو.

**مُنهن پر ڪرڻ:** سخت ڏک ڪائڻ. خوار خراب ٿيڻ.

**مُنهن پيلو ٿيڻ:** شرمندو ٿيڻ. پيشمان ٿيڻ.

**مُنهن تَپي وڃڻ:** چڙ سبب مُنهن ڳاڙهو ٿيڻ- ڪاوڙجڻ.

**مُنهن تڪڻ:** واجهائڻ. مُنهن ڏانهن گهور سان ڏسڻ.

**مُنهن تي:** ظ. سامهون- روبرو.

**مُنهن تي تَئو گُهمائڻ:** ڪارو منهن ڪرڻ. عيب پڌرا ڪرڻ.

**مُنهن تي پوڻ:** جڳائڻ. سيبائڻ. مناسب چوڻ.

**مُنهن تي چوڻ:** مُنهن تي نوڪي ڏيڻ. سچ ڳالهائڻ.

**مُنهن تي هٿ گهمائڻ:** ٺڳڻ- ريبڻ. دلبو ڏيڻ.

**مُنهن تي هڻڻ:** موٽائي ڏيڻ- واپس ڪرڻ. اُچلي ڏيڻ (نفرت يا ڪاوڙمان).

**مُنهن توڙ:** ص. مُنهن پيڄندڙ- تمام سخت (جواب).

**مُنهن پاڻي ورائڻ:** تندرست ٿيڻ. سَرهو ٿيڻ. عزت وارو ٿيڻ

**مُنهن پائڻ:** ٻوٽ وجهڻ. غور سان ڏسڻ. جهاتي پائڻ. عذر خواهي ڪرڻ.

**مُنهن پَتائي:** ث. ٺين پر ٽيل ڪنوارڪي مُنهن ڏسڻ جو ڏنل عيوضو- مُوڙو.

**مُنهن پڪو ڪرڻ:** دل جو سخت ٿيڻ. رُک مُنهون ٿيڻ. بي حجاب ٿيڻ.

**مُنهن پوڻ:** مُنهن تي چڙهڻ- سامهون اچڻ. ڏونڻ- ڪراهت اچڻ.

**مُنهن جو ڪچو:** ص. شرميلو. وات ڳاڙهو- لوفر.

**مُنهن جو مٺو:** ص. خوش گفتار. منافق- نيت پليت.

**مُنهن جي مائٽي:** ث.ظاهري همدردي. ڪوڙو دلاسو.

**مُنهن چِند:** ث.اُلٽي-قيءِ.

**مُنهن ڏسڻ:** صورت ڏسڻ.نظارو ڪرڻ.ديدار ڪرڻ.

**مُنهن ڏيکارڻ:** ديدار ڪرائڻ.ملاقات ڪرائڻ.

**مُنهن ڏي نهارڻ:** لحاظ ڪرڻ-مروت ڪرڻ.

**مُنهن ڏيڻ:** مقابلو ڪرڻ.

**مُنهن رکڻ:** وهنوار رکڻ-ڏيتي ليتي رکڻ.

**مُنهن رکي:** ث.ڪاٺ جي ننڍڙي گهوڙي.جنهن تي ڪپڙو رکي پار ڪي مکين کان ڍڪجي-ديمدار.

**مُنهن زور:** ص.بي لغام-اَجهل.نافرمان.سرڪش.

**مُنهن سُڄائڻ:** ناراض ٿيڻ-ڪاوڙجڻ.

**مُنهن ڦيرائڻ:** ڪنڌ ڦيرائڻ.نظرانداز ڪرڻ.بي رخي ڪرڻ.

**مُنهن ڪارو ڪرڻ:** بدفعلي ڪرڻ-بدڪاري ڪرڻ.

**مُنهن ڪاڻ:** ث.پرچاڻي.اعزاپرسي.عذرخواهي.

**مُنهن ڪاڻ لاهڻ:** عذرخواهي ڪرڻ-مروت ڪرڻ.

**مُنهن ڪرڻ:** رخ ڪرڻ.روانو ٿيڻ.

**مُنهن ڪان وٺڻ:** سخت ڳالهائڻ.شرمندو ڪرڻ.

**مُنهن گهنجائڻ:** منهن کي موڙو ڏيڻ (نفرت يا ڪاوڙ سبب).

**مُنهن لڳڻ:** محرم ٿيڻ-منهن پوڻ.ڏاڙهي کان پردو نه ڪرڻ.

**مُنهن لڳي:** ث.ڏيٺ ويٺ-واقفيت.لحاظ.

**مُنهن ماري:** ث.جهيڙو-تڪرار-ڏند چڪ.

**مُنهن مان سُهي ڪرڻ:** چهري ڏسڻ سان دل جو حال جاڻڻ.

**مُنهن مان مَيا بَکڻ:** لائقيءَ جا آثار ظاهر ڏسجڻ ۾ اچڻ.

**مُنهن مٿو پٽڻ:** واويلا مچائڻ.فرياد ڪرڻ.

**مُنهن مٿي ڪرڻ:** مان وڌائڻ-سرخرو ڪرڻ.

**مُنهن منو ڪرائڻ:** مني شيءِ کارائڻ (ڪنهن خوشيءَ سبب)

**مُنهن مُقابل:** ظ.روبرو-آمهون سامهون.

**مُنهن ملاحظو:** ذ.پرواهه-سانگو.عزت-ادب.

**مُنهن موڙڻ:** رخ بدلائڻ.بيرخي ڪرڻ.

**مُنهن موڪ:** ث.جهجهائي-گهٽائي.سُڪار.

**مُنهن مُهاندو:** ذ.شڪل شبيهه-صورت.

**مُنهن ميرُ:** ث.اونداهيءَ جي شروعات-نماشام.

**مُنهن ميرائي:** ث.بيشرمائي.بيمروتي.

**مُنهن ميڙ:** ص.رلٽو ملٽو-ڪلمڪ.

**مُنهن ميل:** ذ.ملاقات-گڏجاڻي-مڪاميلو.

**مُنهن ۾ ڏُوڙ وجهڻ:** بُڇڙو ڪرڻ.ننگي وجهڻ.ناجائزي ڪرڻ.

**مُنهن هڻڻ:** ملاقات ڪرڻ.ويندي ويندي ملندو وڃڻ.

**مَنهي:** ث.مَنهين-ننڍو چنو-چپر.

**مُنهين:** ص.مُنهن واري-مُنهن جي.(ث) مهاڏو.

**مُنهين اٽڪائڻ:** مُنهن ڏيڻ.مهاڏو اٽڪائڻ.

**مَني:** ث(ع) ڏات-نطفو.

**مَني:** (انگ) نقد-روڪڙ.

**مَني آرڊر:** ذ(انگ) ٽپال ذريعي موڪليل رقم.

**مُني:** ث.ٿوني-ڪٽل ڪاني.ٿنبي.ڪانيءَ جو وڏو ڪلو (جيڪو ڪوڙڪي ڪم ۾ ڪتب اچي). هُرلي جي چڪر واري اُپي ڪاني.(ص) مُڏي-اڻ تکي.

**مُنيءَ ۾ پڌڻ:** سوگهو ڪرڻ.ضابطي ۾ رکڻ.

**مُنيون پيڻ:** حدکان لنگهي وڃڻ.

**مُني:** ص(سن) تپسيا ڪندڙ-رشي-لوڪ تياڳي.

**مُنيبُ:** ذ(ع) نائب (ڪاروبار ۾).پائيوار.منشي.

**مُنيرُ:** ص(ع) روشن ڪندڙ.روشن.

**مُنيمر:** ذ"مُنيب" جو بگاڙ-منشي.

**مَنّ:** ث.نانگ جي مٿي مان نڪتل مٽيو يا ٽڪي (جيڪا نانگ بلا جوزهر چوسي رنندي آهي).

**مَنُ:** ذ.جاليهن سيرن جو رزن.

**مَنّ ڪَٽي:** ث.اناج جي مڻ ۾ اندازي سان ڪَٽ.

**مَنائڻُ:** مر.ڏيکارڻ.

**مَنڪو:** ذ.قيمتي پٿر جو داڻو يا ننڳ.موتي.سون يا چانديءَ جو موتي.شيشي جو داڻو.تسبيح جو داڻو.ڪنڌ جو منڪو.

**مَنڪو ٽُٽڻ:** ڪنڌ جو هڏو ڀڄڻ-ڪنڌ ڀڄڻ.

**مَنڪو چُرڻ:** بيهوش ٿيڻ-ڏڪر جڻ-ڪنڌ ڀڄڻ.

**مَنڪو ڦيرڻ:** تسبيح پڙهڻ-جپ ڪرڻ.

**منّ منّ، مر مر:** ث.چپن ۾ ڳالهائڻ.منس پس.

**منّ منّ ڪرڻ، مرمر ڪرڻ:** چپن ۾ ڳالهائڻ.پڻ پڻ ڪرڻ.آهستي ڳالهائڻ.

**مَنُّ:** مر.ڏسڻ-پسڻ.رڇ رکڻ-هڻڻ.

**مَنُو:** ص.مَنّ جو-مَنّ وارو.مرڪبن ۾ اچي مَڻن جو تعداد ظاهر ڪندڙ (مثلاً: ٻه منو.ٽه منو وغيره).

**منو:** ص.نڪ مان ڳالهائيندڙ-گهٽو.منڻ منڻ ڪندڙ.منو-بنو.

مٽي: ظ.ڏانهن-وٽ-لڳ.

مَنيا: ث. چمڪو. جوت- جلوو. خاص خوبي- جوهر. ڏات. سگهه.

مَنيادارُ: ص. جوت وارو. ڏات وارو. جلويدار. حسين- سهڻو.

مَنيارو: ص. مڻ وارو (ڪارو نانگ، جنهن جي مٿي ۾ مڻ ٿئي).

مَنيو: ذ.موتي- منڪو. جواهر. ڪوڙو موتي- ڪچ. ڳهه.

مَنيارُ، مَنيهارُ: ص. چوڙيون ۽ ڪوڙا منيا موتي وڪڻندڙ.

مَنيهاري: ث.منيي موتي، زرديءَ وغيره جو سامان- مرهياڙي.

مُو: ذ(ف) وار- ڪيس.

مُو تَراش: ذ.وار لاهيندڙ اوزار.

مَواچ: اسم خاص. ڪراچيءَ ۾ ماڙيپور لڳ هڪ وسنديءَ جو نالو.

مُواخذو: ذ (ع) گرفت- بازپرس- پڇاڳاڇا. بدلو- عيوض. جواب طلبي.

مُواخذو ڪرڻ: گرفت ۾ وٺڻ. بدلو وٺڻ. ڏوهه جي سزا ڏيڻ.

مَوادُ: ذ(ع) هر شيءِ جو اصل. سامان- شيون. دليل. مضمون.

مَوارُ: ص.متارو- ٺلهو.

مَوارجڻُ: م. ٺلهو متارو ٿيڻ. ٻاٽيرو ٿيڻ. مغرور ٿيڻ.

مَوازنو: ذ(ع) وزن- ڪٿ. برابري. هڪجهڙائي.

موازنو ڪرڻ: جاچڻ- تورتڪ ڪرڻ- ڀيٽ ڪرڻ.

مَوازي، موادي: ظ. (مبادا جو بگڙيل) بعضي- اتفاق سان. نه جاتان. ڪڏهن. جيڪر.

مَواسُ: ص. مغرور- هٺيو. سرڪش. بيپرواهه. بيهودو- بيشرم.

مَواسجڻُ: م. مڳي ڪرڻ. مغرور ٿيڻ. بيهودو هئڻ.

مَواسي: ث.مغروري- تڪبر. ناز- ماڻو- لاڏ. لاپرواهي

مُواصلاتَ: ث(ع) ڳنڍجڻ جا وسيلا. اچ وڃ جا رستا.

مُواصلاتي رابطو: ريڊيو. ٽي وي. فون. فيڪس. ڪمپيوٽر وغيره ذريعي ڳانڍاپو.

مُواصَلَت: ث.وصل- ميلاپ- ملاقات.

مُوافقُ: ص(ع) يڪسان- برابر. هڪجهڙو- مناسب.

مُوافق اچڻ: برابر اچڻ. درست هئڻ. مزاج مطابق هئڻ (کاڌو، علاج، آبهوا وغيره).

مُوافقَت: ث(ع) هڪجهڙائي- برابري. مزاج جي سازگاري.

مُوافقت ڪرڻ: تعلق رکڻ. هم آهنگي ڪرڻ. دوستي رکڻ.

مَواقع: ذ(ع: موقع جو جمع) موقعا- وجهه- مهلون.

مُوالات: ث(ع) گڏيل اتحاد.

مَوالي: ذ (ع) غلام. نوڪر چاڪر. نشو واپرائيندڙ- نشي جو عادتي.

مَوائڻُ: م. مپ ڪرائڻ- پرائڻ (ڪپڙو پاڻ).

مُوبَد: ذ(ف) آتش پرستن جو پيشوا.

مويي: ص(ع: مُربي) وڏو. سڀ کان وڏو (پٽ).

مَوتُ: ذ(ع) اجل- فنا- قضا- مرتو- وفات.

مَوتُ اچڻ: مري وڃڻ. فنا ٿيڻ. گذاري وڃڻ. ڪٽجي ڪٽڻ. شامت اچڻ.

مَوت جي گهڙي: ث.موت وارو وقت- آخري پساهه.

موت کي سڏڻ: سر وڃڻ جهڙا ڪم ڪرڻ.

مَوت هئڻ: مرتو ٿيڻ. مصيبت هئڻ.

موتمارُ: ص.ماريندڙ- قاتل. خوفناڪ (ڪم، حادثو).

مُوتمَر: ث(ع) ڪانفرنس- مجلس.

موتي: ص. هڪ قسم جو منڪو (جيڪو سپ جي پيٽ مان نڪري)- پرل.منيو.

موتي پاڪ: ذ. منائيءَ جو هڪ قسم.

موتي پوئڻ: موتين جا هار ناهڻ. خوش بياني ڪرڻ.

موتيءَ جو داڻو: ص. نهايت سهڻو- حسين.

موتي جهرو: ث. ٻارن جي هڪ بيماري (جنهن ۾ سيني تي ننڍا ڳاڙها داڻا ٿين).

موتيو: ذ. هڪ قسم جو خوشبودار گل ۽ ٻوٽو. اکين جي تارن تي پاڻي چڙهڻ جو مرض.

موتيو پاڻي: ذ. اکين جي ماڻڪين تي چڙهيل اڇو پاڻي.

موتيا: ذ. چانورن جو هڪ قسم.

موتيا بَند: ذ.موتيو پاڻي.

موتيائون: ص.موتين سان جڙيل. موتين وارو.

موتين مالها: ث.موتين سان ٺهيل ڳاني.

مُوتيڙو: ذ. ماتا جو هڪ قسم، جنهن ۾ موتيءَ جيڏا داڻا نڪرن. "موتي" جو اسم تصغير- ننڍڙو موتي.

موٽُ: ذ.هڪ قسم جي ٻوٽي جي پاڙ.

موتاجُ: ص(ع: محتاج) ضرورتمند. هيڻو. معذور.

موتارو: ذ.پوائنٽو خواب.

موتو: ص.ڏيرو (جيڪو هڪ هنڌ ٿو ٽي ٿيو بيو هجي)- ٿوٽي.

موٽَ: ث.پوئتي ورڻ- پويان پير- واپسي. اٿل.

موٽَ کائڻ: موٽي اچڻ- پوئتي ورڻ. پويان پير ڪرڻ. گهنجڻ- لاٽ کائڻ (پاڻي).

موٽائڻ: م. موٽائي ڏيڻ- واپس ڪرڻ. پوئتي ورائڻ. رد ڪرڻ.

ناأميد ڪرڻ

**موتائي:** ث.ٿلهائي.ڌُهرائي.گهاٽائي.

**موٽَرُ:** ذ(انگ) انجڻ تي هلندڙ گاڏي- موٽر ڪار.انجڻ- مشين.

**موٽر سائيڪل:** ث. انجڻ تي هلندڙ ٻن ڦيٿن واري سائيڪل- ڦٽڦٽي-اسڪوٽر.

**مُوٽڙي:** ث.ويڙهيل سيڙهيل ڪپڙن جي ننڍڙي هڙَ.

**موٽَڻُ:** م.موٽي اچڻ- وري اچڻ.موٽ ڪائڻ- ورڻ.پويان پير ڪرڻ.

**موٽو:** ص ٿلهو(جسم)- متارو.گهاٽو(ڪپڙو).(ث.موٽي).

**موٽي اَسامي:** ص.شاهوڪار ماڻهو.

**مُوٽو:** ذ.گهوڙي جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ گهوڙو منڊو ٿي پوي).

**مُوٽو موڙهڻ:** معاملو منجهڻ.

**موٺُ:** ذ.هڪ قسم جو اناج.هڪ قسم جي خوشبودار ٻوٽي جي پاڙ.

**موٺ:** ث.ٽوپي جو هڪ قسم- اوٺي.

**موٺ ڏيڻ:** ڪپڙي کي اوٺي ڏيڻ.

**مونڙو، مونڙيو:** ذ.آڏاٽي تي نهيل هڪ قسم جو ڪپڙو (جنهن ۾ ست رنگا پٽا ٿين).

**مُؤثرُ:** ص(ع) اثر ڪندڙ- اثرائتو. ڪارگر.تاثير وارو.

**مَوجَ:** ث(ع) لهر- ڇولي. ترنگ. ولولو- امنگ. خوشيءَ جي لهر. گهڻائي- افراط.مستي. خوشي. عيش آرام.

**موج ڪرڻ:** سمنڊ جو چاڙهه ڪرڻ.عيش ڪرڻ.

**موج ۾ اچڻ:** لهر ۾ اچڻ- وجد ۾ اچڻ.مزي ۾ اچڻ.

**موجون ماڻڻ:** مزا ماڻڻ.عيش ڪرڻ.مزي سان زندگي گذارڻ.

**مَوجي:** ص.موجون ڪندڙ.زنده دل.ٻورالو.مست.

**موجبُ:** ظ(ع) لازم- فرض- واجب.جي ڪري- سبباڻ.پٽاندر.

**مُوجدُ:** ص(ع) ايجاد ڪندڙ. ڪا نئين ڳالهه يا هنر پيدا ڪندڙ.

**مَوجزَن:** ص.لهريون هڻندڙ.ڇوليون هڻندڙ(درياءُ.وغيره).

**مُوَجل:** ص(ع) ڪنهن وقت لاءِ ملتوي ڪيل. بعد ۾ ادائگيءَ لاءِ مقرر ڪيل (حق مهر).

**مُوجو:** ذ.ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**مَوجُود:** ص(ع) پيدا ڪيل. حاضر. هڪيو تڪيو. قائم- برقرار. تيار.مهيا.ميسر- دستياب.

**موجود ڪرڻ:** حاضر ڪرڻ.پيش ڪرڻ.پيدا ڪرڻ.مهيا ڪرڻ.

**موجودات:** ث(ع) اهي سڀ شيون جيڪي خدا تعاليٰ پيدا ڪيون آهن.ڪل ڪائنات.مخلوقات.

**مَوجُودگي:** ث(ف) حاضري- پيشي.

**موجودگيءَ ۾:** روبرو- سامهون- حاضريءَ ۾.

**مَوجُودَه:** ص(ع) هينئر جو- حاضر وقت ۾.سڪيو تڪيو- اڳيان.

**موڃي:** ص.مڃ جون نوڙيون ناهيندڙ- مڃ وٽيندڙ

**موڃ:** ث.مُريو مڙڻ جي حالت.

**موچارُ:** ص.سهڻو- خوبصورت.موچارڻ.

**موچارو:** ص. سهڻو- قبول صورت- سندر- ناهوڪو. پورو پنو- سٺو.اُچو- عمدو.

**موچَرس:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ڪوئنر.

**موچڙو:** ذ.پادر- جوتو.جتيءَ جو هڪڙو پير.

**موچڙا ڪاري:** ث.پادرن جو سٽڪو

**موچڙا ڪائڻ:** پادرن سان مار ڪائڻ- ڪَلاڪائڻ.

**موچڙو سُنگهائڻ:** سزا ڏيڻ. شرمائڻ. مرگهيءَ واري ماڻهوءَ کي سجاڳ ڪرڻ.

**موچڙي بازي:** ث.موچڙا ڪاري.

**موچڙي ڪُٽيو:** ص.هيسايل.مطيع.

**موچڪو:** ص.موچيءَ جو- موچيءَ جي ڪم جو.

**موچڪي رَنبي:** ص.بد چال ماڻهو.

**مُوچَڻ:** م.پورڻ- ٻوٽڻ (اکيون).

**موچي:** چمڙي جو ڪم ڪندڙ (چمڙي مان سنڌ ۽ جتيون ناهڻ)- ڪنش دوز.(ث.موچياڻي).

**مُوَحدُ:** ص(ع) هڪڙي خدا کي مڃيندڙ- سچو مسلمان.

**مُؤخَرَ:** ص(ع) آخري- پڇاڙيءَ وارو.آخر لاءِ ڇڏيل.

**مُؤخر الذڪر:** جنهن جو ذڪر پڇاڙيءَ ۾ اچي.

**مُوَدَب:** ص(ع) ادب وارو.اخلاق وارو- فضيلت وارو.

**مُوَدَباڻو:** ص.ادب وارو- تهذيب سان.

**مُوَدَت:** ث(ع) محبت- الفت- پيار.اخلاص.

**مبودَڪُ:** (سن) مٺائيءَ جو هڪ قسم- چُورمي جو لڏون.

**مودي:** ص.اناج جو واپاري.پانڌاري.

**موديخانو:** ذ.اناج جو پاندو- گدام.

**موڏَڪُ:** ذ. مهلڙو- مهرو. (ع) نه ڳالهائيندڙ- گم سم. پورڙو. موڳو.بيوقوف.

**موڏو:** ص.ساده ماڻهو- ڀالو ڀولو- پورڙو.

**موڏو:** ص. نوڙيو- ڪنجو- روڏو. بنا سڱن جي (چوپايو). (ث. موڏي).

مُوڏو: ص.چربيءَوارو- ستيو.ٿُلهو.

مُوڊ: ص(انگ) ڪيفيت-مزاج- حالت.

مُوڊ ٺاهڻ: ڪنهن ڪم وغيره لاءِ پنهنجو پاڻ کي ذهني طور تيار ڪرڻ.

مُوڊي: ص.مُوڊ وارو- غير مستقل مزاج.

مُؤذنُ: ص(ع) اذان ڏيندڙ- ٻانگو.

مَوذي: ص(ع) ايذائيندڙ- ڏکوئيندڙ. آزاريندڙ. ظالم. لُڇ. بخيل- ڪنجوس.

مورَ: ث.ٿئون اوپڙ.ٻُور(انب جي وڻ جو). ڪلي- مکڙي.وڻن جو ڦوٽهڙو.

مور: ث.ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو-ڪُوهي جو چيڙو.

مورُ: ذ(سن:مَيُور) پکيءَ جو هڪ قسم- طائوس.نٽ جو چَٽُ يا ننگ.

مورُ هجڻ: سهڻو هجڻ- خوبصورت هجڻ.

مُور: ث(ف) ماڪوڙي- ڪِئلي.

مُور: ظ.اصل- بنه- ماڳهين.هرگز.

مُورُ: ذ(سن:مُول) اصل رقم.موڙي- پونجي- سرمايو.

موراڪي: ث.مڇيءَ جو هڪ قسم.

مُوراڳي: ث.ٻيڙيءَ جو مکيه سڙه.

مُوران: ظ.مُور- هرگز- بنه.

مُوراهي: ث.ووئڻ جي پاڙ کي لڳندڙ هڪ مرض.

مُورَتَ: ث.تصوير.پٿر وغيره جو ٺهيل بُت.صورت- شڪل.فوٽو.

مُورتي: ث.مورت.

مُورتي پُوڄا: ث.بُت پرستي.

مُورثُ: ص(ع) اهو شخص جنهن کي ورثو يا ترڪو ملي- وارث.

مُورث اعليٰ: ص.وڏو وارث.

مورجَڻُ: م.ٻُور ڪڍڻ(وڻ).گونچ ڪڍڻ- انگورجڻ.

مورچو: ذ(ف) قلعي جي چوڌاري کوٽيل کاهي- خندق. لڙائي يا شڪار لاءِ حفاظتي ڪڏتو.

مورچي بندي: ث.حفاظتي ڪڏتا يا کاهيون.

مورڇا: ص(سن) بيهوش- بي سُڌ- غش.

مورچَل: ذ.مور جي کنڀن جو وجڻو.

مُورَخُ: ذ(ع) تاريخ لکندڙ- وقائع نويس- تاريخدان.

مُورخه: ث(ع) تاريخ- تٿ.

مُورڏني: ص(سن) جهيوارو اکر(ٽ.ڙ.ڊ.ڻ وغيره).

موررُو: ذ.ٿئونءَ تازو ٻن- سلو- مور.

موررُو: سم خاص.ڳوٺي تاريخي قصي "موررُو- مانگرمڇ" جي هڪ ڪردار جو نالو.

مُورکُ: ص(سن) بيوقوف- احمق.جاهل.

مُورکائي: ث.بيوقوفي- اياڻپ.حماقت.

مُور ڪپُتو: ذ.مورکائي- بيوقوفي.

مُورڳو: ظ.ماڳهين- ويتر- مُور- بنه.

مور مَنگر: ذ.مڇيءَ جو هڪ قسم.

مورَڻُ: م.گؤنچ جهلڻ- ٻُور جهلڻ(وڻ ٻوٽا).ڦوٽهڙو ڪائڻ(گاهه).

مورو: ذ.وڻ وڍڻ کان پوءِ پاڙن مان نڪتل ٻيو ڀيرو گؤنچ. جبل جو هڪ نوڪ گيت.

مورو: اسم خاص.ضلعي نوشهري فيروز ۾ هڪ شهر جو نالو.

مورُوثي: ص(ع) وارثيءَ وارو.ترڪي ۾ آيل- ورثي ۾ مليل.

موري: ث.ڀتيءَ جي نيڪال جي جاءِ.نالي.ڪسي.ننڍڙي پُل- ڦڙدو

موري: ث.مڇيءَ جو هڪ قسم.

مُوري: ث.هڪ قسم جو اوپڙ(يا جيءَ طور ڪم اچي).

موريا: اسم خاص.سنڌ جي هڪ حاڪم گهراڻي جو نالو(برهمن گهراڻي کان اڳ).هڪ ذات جو نالو.

موريانُ: ذ(ف) ڪَٽُ-زنگ- ڪسُ.

مورياتي: اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

موريسَرُ: ث.اکين جي تارن تي آيل اجر پاتي- موتيو.

موريو: ذ.ڪنهن ٻه ڏاتوءَ مان ٺهيل گهاگهر جهڙو ٿانءُ.

موڙَ: ث.واپسي- موٽ.وَٽُ- پيچُ.وڪڙ

موڙُ: ذ.گهوٽ جو تاج- ڪلنگي- مُڪٽ.گهوٽ جي مٿي تي ٻڌل گُلن يا موتين جي جهالر. ڪُڪڙ يا پکيءَ جي مٿي واري چوٽي.ڦندڻ- ٽؤنر.وَرُ- وڪڙ.وَٽُ.ڏنگُ- ڪُٻُ- خَمُ.ڦيرو.

موڙ ٻڌڻ: گهوٽ ٿيڻ- شادي ڪرڻ.

موڙُ ڏيڻ: وڪڙ ڏيڻ- موڙڻ.ڦيرائڻ. چڪر ڏيڻ.ڏنگو ڪرڻ- وَرُ ڏيڻ.

موڙ ڪائڻ: ڦرڻ- وڪڙ کائڻ.مُڙڻ.

مُوڙ: ذ.هَڙ-ڳنڍڙي- مُوڙي.

موڙائتو: ص.موڙ وارو.مُڙيل- ڦڏو.اجايو- بيجا.اُبتو- اونڌو.

موڙائي: ث.گهٽتائي- لاٽ(اگهه ۾).

موڙَڻُ: م.ڦيرائڻ.ورائڻ.وڪڙ ڏيڻ.ور ڏيڻ.مروڙڻ.مروٽڻ.پيچ ڏيڻ.مٽائڻ(رخ).ڏنگو ڪرڻ.واپس ڪرڻ.

موڙو: ذ.وَرُ- وڪڙ.ڏنگُ.(ص) لٽل- گهٽ(اگهه).ڪسو.چوپائي

مال ۾ پيل بيماري.

**موڙو ڏيڻ:** ورائڻ- رخ ڦيرائڻ. منهن ۾ گهنڊ وجهڻ.

**موڙو هئڻ:** وبا يا ماتا جي بيماريءَ جو ڇڄڻ.

**مُوڙو:** ذ. گهوٽ يا ڪنوار کي ڏونگهين. ڪارڪن، پتاشن وغيره جي ڏنل سوغات. سَر جي ڪانن مان ٺهيل ڪرسي

**مُوڙو ڏيڻ:** مڱڻيءَ جي رسم موجب گهوٽ جي طرفان ڪنوار کي يا ڪنوار جي طرفان گهوٽ کي وڳي سان گڏ سوغات ڏيڻ.

**موڙهُ:** ذ. موڄهه. ڪنهن عضوي ۾ نسن جي ٿيل ڳنڍ. منجهيل سُٽ. باديءَ جي پرتي. وهٽ يا چوپائي ۾ آنڊي جي وڪڙ ۽ روڪ. (ع) موڳو. ڪند ذهن- غبي. مُنجهيل. وائڙو.

**مُوڙهَلُ:** ص. منجهيل. وائڙو. گهبرايل. گمراه- ڀُليل.

**مُوڙهَڻُ:** م. بيهوش ٿيڻ- مُنجهڻ.

**مُوڙهو سُوڙهو:** ص. ڏُوندڙو- ڪروندڙو. ڪڪو ڪو.

**موڙي:** ص. ڏنڊي ۾ لاٿ- مَندي (بازار).

**موڙي هئڻ:** واپار گهٽ ٿيڻ- بازار مَندي هئڻ.

**مُوڙي:** ث. مُور- پونجي. واپار ۾ سيڙيل اصل رقم. ننڍي هڙ. پروٽڙي. ڪانن يا گاهه جي مُٺ. پنجويهن ڀيڙين جي جُهوڙي.

**مُوڙي ٻڌڻ:** پروٽڙي ٺاهڻ. گڏ ٻڌڻ (گاهه جو).

**مُوڙي ٿيڻ:** نفعو ٿيڻ- فائدي حاصل ٿيڻ.

**مُوڙي ڪَچ ۾ هئڻ:** سدائين هَل هَلان ۾ هئڻ.

**موڙيو:** ص. موڙ (سَهرو) ٺاهيندڙ- موڙن ٺاهڻ جو ڪاريگر.

**موزو:** ذ (ف) جوراب. چمڙي جي گوڏن تائين جُتي.

**مَوزُون:** ص (ع) تُريل تڪيل. ٺهڪندڙ. مناسب- لائق. درست- صحيح.

**موزون طبع:** ص. وچڙي طبيعت وارو.

**موزون هجڻ:** مناسب هجڻ. صحيح هجڻ. جوڳائتو هئڻ.

**موزونيَت:** ث (ع) مناسبت. پسندگي.

**مُوسَٽُ:** ذ. بهاني بازي. لاڏ ڪوڏ. انَس- آري.

**مُوسڙو:** ذ. هڪ قسم جو پکي.

**مُوسَل** (ث)، **موسَلو:** ذ. اَن ڇڙڻ لاءِ ڪاٺ جو وڏو مُهرو.

**مُوسلي:** ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جي پاڙ.

**موسَمَ:** ث (ع: موسم) وقت- زمانو- دور. مُندَ- رُت.

**موسم بهار:** ث. بهار جي مند.

**موسم خزان:** ذ. پن ڇڻ جي مُند. پيري- ٻڍ پڻ.

**موسم سَرما:** ث. سياري جي مُند.

**موسَمي:** ث. مُند جو- رُت جو. مندائتو. فصلي.

**موسمي بُخار:** ذ. مليريا- سرءُ جو بخار.

**موسمي سَيارو:** ذ. موسم جي خبر چارونندڙ هٿراڊو گرهه.

**موسَمي:** ث. نارنگيءَ مثل هڪ ميوو.

**مو سو:** ذ. حياءُ- لڄ. شرم جهڙي ڳالهه. بهانو- عذر.

**موسو مارڻ:** مهڻو ڏيڻ- ويڻ ڏيڻ.

**مَوسُوم:** ص (ع) نالي ڪيل.

**مُوسوي:** ص. حضرت موسيٰ عليه السلام جو پيروڪار- يهودي.

**مُوسيٰ:** اسم خاص (ع) هڪ نبي ڳُورو (جيڪو بني اسرائيل قوم تي لٿو).

**مُوسيقارُ:** ذ (ف) موسيقيءَ جو ماهر. ڳائيندڙ وڄائيندڙ.

**مُوسيقي:** ث (ع) ڳائڻ وڄائڻ جو علم- راڳ وديا.

**مُوسي مَڇي:** ث. انساني ماس کائيندڙ هڪ قسم جي وڏي مڇي.

**مُوشُ:** ذ (ف) ڪُوئو- چُوهو.

**مُوشگافي:** ص (ف) باريڪ بيني- انتهائي غور و خوض.

**مُوشگافي ڪرڻ:** ص (ف) وار جي کل لاهڻ. باريڪ بيني ڪرڻ.

**موشو:** ذ. بهانو- لَڪَ. فريب.

**موشو ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ. خاطر ڪرڻ. لڪَ ڪرڻ.

**مُوصلي:** ث. ڏسو: "مُوسلي".

**مَوصوفُ:** ص (ع) صفت ڪيل- سراهيل. تعريف ڪيل- واکاڻيل.

**مَوصُولُ:** ص (ع) وصول ڪيل- ورتل- مليل.

**مُوَصي:** ص (ع) نصيحت ڪندڙ.

**مَوضع:** ذ (ع) ڳوٺ- گام.

**موضُوع:** ذ (ع) مضمون. مضمون جو مقصد- عنوان.

**مَوعظت:** ث (ع) نصيحت- وعظ.

**مَوعُود:** ذ (ع) واعدو ڪيل. اها شيءِ جنهن جو واعدو ڪيو ويو هجي.

**مُوَقَر:** ص (ع) عزتدار- معزز- وقار وارو.

**مَوقف:** ذ (ع) ترسڻ جو هنڌ- وقفي وارو هنڌ. ذاتي بيان- اظهار راءِ.

**موقف پيش ڪرڻ:** پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ.

**موقعو:** ذ (ع) واقعي وارو هنڌ. جاءِ- هنڌ. خاص وقت. خاص هنڌ. وجهه- وارو.

**موقعو ڏسڻ:** وقت جو انتظار ڪرڻ. وجهه ملڻ جو وقت ڏسڻ.

**موقعو ڏيڻ:** مهلت ڏيڻ. وجهه ڏيڻ.

**موقعو ملڻ:** وجهه لڳڻ. مناسب وقت هٿ اچڻ. داءُ لڳڻ.

**موقعي تي:** ظ. پوري وقت تي- مهل تي.

**مَوقُوف:** ص (ع) برخاست (نوڪريءَ کان). ملتوي- مهمل. ترڪ ڪيل.

**موقوف ڪرڻ:** نوڪريءَ کان الڳ ڪرڻ.

**مَوقُوفي:** ث.برطرفي- معزولي. علحيدگي (نوڪريءَ کان).

**موڪ:** ث.پاڻيءَ جي گهٽائي. جالاروپاٽي (جيڪو هيٺاهين زمين تي سولائيءَ سان پيچ ڪري).پالوٽ.(ص) گهٽو- جهجهو- جالارو.

**موڪا:** ذ.هڪ بيماريءَ جو نالو- بواسير.

**موڪده:** ذ (ع) تاڪيد ڪيل. اهو ڪم يا عمل جنهن جي تاڪيد ڪئي ويئي هجي

**موڪر:** ث.ويڪر.بَر- عرض (ڪپڙي جو). ڪشادگي.

**موڪرائي:** ث.موڪر- ويڪر.

**موڪرو:** ص.کليل- ڪشادو- ويڪرو

**موڪش:** ذ (سن) ڇوٽڪارو- آزادي- نجات.

**مُوَڪَلَ:** ص (ع) ذميوار. (حق جو) محافظ. اصيل (مقدمي ۾)

**موڪَلَ:** ث.اجازت- اذن. رخصت. برطرفي (نوڪريءَ کان).

**موڪلائي:** ث.وداع- رخصت.

**موڪلائي ڪرڻ:** خدا حافظ چوڻ- موڪلائڻ- هليو وڃڻ.

**موڪلائڻ:** م.اجازت وٺڻ. رخصت وٺڻ. وداع ڪرڻ.

**موڪلڻ:** م.روانو ڪرڻ. ارسال ڪرڻ. مُنجڻ.

**موڪُ:** ذ.نجات- ڇوٽڪارو. ڇيٽا. نذرانو.

**موڪُ ٿيڻ:** آجائي ٿيڻ. نجات ملڻ. تڪليف يا آزار مان جند ڇٽڻ.

**موڪڻ:** م.آزاد ڪرڻ. نجات ڏيڻ. احسان لاهڻ. پاڻ ملهائڻ.

**موڪا:** ث. نجات- ڇوٽڪارو. رهائي- آزادي. نذرانو. ڪمي ڪاسبي کي نذراني جي عيوض ڏنل اَن داتا. نذر- پيٽا. پاس- سُکا.

**موڪي:** اسم خاص. "موڪي- متارا" قصي جو زنانو ڪردار.

**موگرو:** ذ. "موتيي" جهڙيءَ گلءَ بوٽي جو هڪ قسم- مُگرو.

**موڳائڻ:** م.موڳو ٿيڻ. هوش خطا ٿيڻ.

**موڳائي:** ث.اُباڻڪائي. حيراني- وائڙائي. سستي. ڳهر.

**موڳو:** ص. منجهيل- مُوڙهل. وسائل- سُست. وائڙو- حيران. مورک- بيوقوف. (ث.موڳي). (ذ) جن ڀوت.

**موڳو مَتِر:** ص. ڪُند فهم- موڏڻ.

**موڳو، موڳي:** ص.مڱڻ جي رنگ جهڙو- هلڪو سائو.

**مول:** ذ.ٻيڙيءَ جي ڪوهي يا شيخلي جي چوٽي- مور.

**مُولُ:** ذ (س) پاڙ- جڙ- بنياد. موڙي. مُور.

**مُول ڀاشا:** ث.اصلي ٻولي- بنيادي زبان.

**مُول شبد:** ذ.لفظ جو بنياد- اشتقاق- اکر ڌاتو.

**مَولِيٰ:** ذ (ع) مالڪ- ڌڻي. آقا. خدا تعاليٰ.

**مولائي:** ص.موليٰ جو. غلام- ٻانهو.

**مَولانا:** ص (ع) عالم. مولوي. عام طرح عالم فاضل شخص جو لقب.

**مولاوڙو:** ص.مُهاڄرو- لڄارو.

**مَولد:** ذ (ع) ڄمڻ جو هنڌ- ڄنم ڀومي.

**مؤلفُ:** ص (ع) تاليف ڪندڙ. مُرتب ڪندڙ. ڪتاب جو مواد گڏ ڪندڙ.

**مؤلفي:** ث.مؤلف جو ڪم- تاليف.

**مَولو:** ذ (ع: موليٰ) موليٰ- آقا. ڌڻي تعاليٰ.

**مولو:** ص.منجهيل (سَٽ). گهنڊيدار (وار).

**مولُو:** اسم خاص. سنڌ ۾ مرد جو نالو.

**مَولُودُ:** ذ (ع) ڄايل- پيدا ٿيل (ٻار). ڄمڻ جه ڏينهن. اها مجلس جنهن ۾ نبي سڳوري جي ولادت جو ذڪر ٿئي. نبي سڳوري جي ولادت جي ذڪر وارو شعر.

**مَولُودي:** ص.مولود چوندڙ- شغل پڙهندڙ.

**مَولوي:** ذ (ع) شريعت جا احڪام ڄاڻندڙ. دين جو عالم. فقيه معلم. عالم جو لقب.

**مولهه:** ث.ٽڏي يا ٽوئي جي ڪنار. موڙي جي وٽ.

**مولهه ورائڻ:** ٽڏي وغيره جون پچڙيون ورائي سڻ.

**مولهاتو:** ذ.مٽي تي پڌل وڏو پٽڪو- پڳڙ- مولهيو.

**مولهو:** ذ.هڪ قسم جو پکي. ٻوڙهو اُٺ.

**مولهيو:** ذ.ڪلنگي دار پٽڪو يا پڳ- مولهاتو.

**مومر:** ث (ف) ميڻ.

**مومر بَتي:** ث.ميڻ بتي- شمع.

**مومر جامو:** ذ.هڪ قسم جو ڪپڙو.

**مومر دل:** ص.نرم دل. قياس وارو.

**مومي:** ص.ميڻ جو- ميڻ وارو. روغني (پَنو).

**مُومَلَ:** اسم خاص. منشهور قصي "مومل- راڻي" جو زنانو ڪر

**مُومَلَ:** ص.پاڪ- ساف. اُجري- اڇي. سهڻي- حَسين.

**مومنُ:** ص (ع) ايمان آڻيندڙ- سچو مسلمان.

**موميائي:** ث. هڪ قسم جو وکر ('موميائي' ڪاڻ سان پڳل هڏ گنڍي جي ٿو).

**مُون، مان:** ض (ف: من) آءٌ- مان- پاڻ.

**مون جهڙو:** ص.ٿاني- ٻيو.

مَون، مان: حرف جر. منجهان- کان- وٽان.

مونث: ث (ع) عورت. مادي. زال.

مُونجهہ: ث. "منجهڻ" جي حالت. ساهہ کي گهٽ- ٻوسٽ- آنڌ مانڌ - بيقراري. هيانءَ تي بار. پريشاني. مونجهارو. رولو. گڙٻڙ.

مُونجهارو: ذ. الجهاءُ- رولو- پريشاني.

مُونجهاري: ث. ٻوٽي جو هڪ قسم.

مُونجهو: د. مونجهارو- مونجهہ- منجهہ.

مُوندو: ص. مُندو وارو پاڳو- مُهڙ.

مُونڙو: ذ. گوڏ- مُونو.

مُونڙي: ث. مَلهہ جو هڪ داءُ- گوڏي جي اَڏ.

مُونڙي ڏيڻ: مَلهہ ۾ ڦڙتي هڻڻ. رنڊڪ وجهڻ.

مُونس: ص (ع) اُنس رکندڙ. دوست- همدم- ساٿي.

مُون سُون: ذ (انگ) چؤماسي جون هوائون- چؤماسو.

مُونو: د. گوڏو.

مُونا ڪوڙڻ: گوڏا کوڙڻ. سجدي ۾ ڪرڻ.

مونن ۾ مُنهن پائڻ: مراقبي ۾ ويهڻ- گوڏن ۾ مُنهن وجهڻ.

مُونهان: ظ. مون کان

موني: ث. اني ءَ گيهہ مان ٺهيل ننڍڙي ڪوڪي. نان خطائي. هڪ قسم جو بسڪوٽ.

مُووي: ص (انگ) وڊيو ڪئميرا سئنيما.

مُووي ميڪر: ص. مُووي ٺاهيندڙ.

موهہ: ذ (سن) پيار- پريت. محبت لالچ- حرص- لوڀ

موهہ رُوپي: ص خيالي- وهمي.

موهتُ: ص (سن) عاشق- فدا.

موهت ٿيڻ: عاشق ٿيڻ. موهجڻ.

مُوهَر: اسم خاص. مُهراڻو (ترٻو علائقو)

مُوهَرو: ذ. اَڪ جو هڪ سنج (موڙ).

موهَڙ: ث. پيار- موهہ- محبت.

موهَن: ص (سن) دل ڇڪيندڙ. پرين- محبوب. (د) ڪرشن مهراج جو هڪ صفاتي نالو.

موهَن ٿال: ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم.

موهڻُ: م (سن) عاشق ڪرڻ. دل ڇڪڻ. پيار ٿيڻ. مست ڪرڻ. لُڀائڻ. گيهہ سان ڳوهڻ- لوڻڻ.

موهڻي: ث. موهيندڙ عورت. جادوگر عورت.

مَوهُوم: ص (ع) وهم ڪيل. وهم وارو. قياسي- فرضي. خيالي.

موهي: ذ. موهہ- عشق- پيار. مامتا.

موهيڙو: ذ. مُنهن تي نڪتل داڻو (جوانيءَ ۾ ٿئي).

مُوءِ: ذ (ع) وارَ. زُلفَ.

مُوئَرو، مُوئڙو: ذ. ٿانون ملڻ لاءِ وڻ جي ٽارين جو مُڇو- مُوئو. ٻهہ سن پيريل جانور جي کَل. ڪڪرءَ اڳڙين مان ٺهيل ٻوتو.

موئَڻ: م. ٻنهي هٿن سان مهٽڻ. لوئڻ. نپوڙڻ. موڙڻ- وٽڻ. گيهہ سان ڳوهڻ.

مُوئو: ذ. مُوئرو

موئيدان: اسم خاص. ڪراچيءَ الڳ هڪ جبل جو نالو (مول کان اڀرندي طرف).

مويا: ذ (ع: ماء) پاڻي- آب

مُويدُ: ص (ع) تائيد ڪندڙ. حمايت ڪندڙ. ٺهراءَ جي پٺڀرائي ڪندڙ.

مَويشي: ث (ع) ڍور- جانور. کير ڏيندڙ چوپايا (ڍڳي. مينهن. ٻڪري. رڍ). وهٽ.

مَہ: د (ف) چنڊ- قمر. مهينو- ماهہ.

مَہ جَبين، مہ رُو: ص. چنڊ جهڙي سهڻي- خوبصورت- حسين

مَہ لقَا، مہ وَش: ص. چنڊ جهڙي. سهڻي- حسين.

مہ، منہ: ذ. بهانو- عذر.

مَهُ: ص. گڏيل- گاڏڙ- مرڪب.

مَها. ص (سن) وڏو. عظيم. اُتم. اعليٰ. ڏاڍو ڪهڙو.

مَها ٻلي: ص. وڏي طاقت وارو. ڏاڍو. شهزور.

مَها پاپُ: ص. وڏو گناهہ.

مَها پُرش. ذ. وڏو ماڻهو. بزرگ. نيڪ انسان.

مَها پَروين: ص. وڏو هوشيار ماڻهو.

مها شيہ: ص. عزت آبروءَ وارو ماڻهو.

مُهابو: ذ. لاڳاپو- واسطو. ڏيٺ. اثر.

مَهاساگر: ذ. وڏو سمنڊ- بحر.

مَهاوير: ص. وڏو بهادر. (ذ) جين ڌرم جي اوتار جو نالو.

مُهابو: ذ. لاڳاپو- واسطو. اثر. سڃ تپ- ڏيٺ.

مُهابي: ظ. لاڳاپي سان. واسطي. صدقي.

مَهابارَت: ذ (سن) ڀارت جي وڏي جنگ (جيڪا پاندون ۽ ڪورون جي وچ ۾ ٿي هئي). مهاڀارت جنگ جي بيان وارو ڪتاب

مَها تَمر: ص. وڏائي. ساراهہ. نيڪيءَ جو ڪم مان ملندڙ فائدو.

مَهاتَما: ص (سن) وڏو پهتل ماڻهو. عالي دماغ. فياض.

**مُهاجرُ:** ص (ع) هجرت ڪندڙ (خاص طرح نبي سڳوري سان گڏ مديني مان هجرت ڪري آيل).

**مُهاجَرت:** ث.وطن ڇڏيوڃڻ جي حالت-هجرت.وڇوڙو-جدائي.

**مَهاجار:** ث.رولو-موڳهارو.ڪشالو.تڪليف.

**مُهاجَنَ:** ذ.هندو واپاري.هندن جي آبادي.

**مُهاجِڙو:** ص.روئڻو-روئڻهارڪو-آبديده.لڄارو-مُهانجڙو.

**مَهاديوُ:** ص (سن) نيڪ انسان.اعليٰ نسل.(ذ) شومهراج جو ٻيو نالو.

**مَهادي:** ث.وڏو ڪنل جانور (ڍڳو.ڀاڏو وغيره).

**مَهادي ڪرڻ:** وڏو جانور ڪهي وڪڻڻ.

**مُهاڏو:** ذ.مُهاڙ-مهاڳ.اڳياڙي-محاذ.جنگ-جهيڙو.

**مُهاڏو اٽڪائڻ:** جهيڙو ڪرڻ.حجت ڪرڻ.بحث ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.ضد ٻڌڻ.

**مُهاڏو ڪرڻ:** سامهون ٿيڻ-مقابلو ڪرڻ.اوچتي ملاقات ڪرڻ.

**مَهار:** ث (ف:مُهار) اُٺ جي نا ڪيلي ۾ ٻڌل رسي (جنهن جي اشاري سان اُٺ هلي). ڏندن جو مٿيون گوشت.

**مَهار موڙڻ:** واڳ ورائڻ.موٽي اچڻ.

**مُهار:** ث.جانورن ۾ ميلاپ جي خواهش-وهُر.

**مَهاراجُ، مَهاراجا:** ذ (سن) وڏو راجا-مهراڄ.

**مَهاراڻي:** ث (سن) وڏي راڻي-پَٽ راڻي-ملڪه.

**مَهارَت:** ث (ع) ڪسرت-مشق.عادت-سياڻ.لياقت-قابليت. سليقو-سگهڙپائي.

**مَهارت هجڻ:** مشق هجڻ.آزمودو هجڻ.

**مُهارجڻ:** م.ماديءَ جو نَر سان لڳ لاءِ تيار ٿيڻ-وهر جڻ.

**مُهارو:** ذ.گهوٽ ءِ ڪنوار جي شروعاتي چند راتين گڏ گذارڻ جو هنڌ.

**مَهاري:** ث.اهو پلنگ جنهن تي جاريءَ جو پردو چڙهيل هجي.پلنگ تي چڙهيل جاريدار پردو-مڇرداني.

**مَهاڙ:** ث.جڳهه جي مسواڙ-ڪرايو.ڀاڙو.

**مُهاڙ:** ث.مُنهن-رخ.مُنڍ-مُهڙ.اڳيون حصو-اڳو.اڳيون حصو (جاءِ جو).

**مُهاڙو:** ظ.مُنهن آڏو-سامهون-نظر ۾.(ذ) ذاتي جو مُنهن.

**مُهاڙي:** ث.جاءِ جو اڳيون حصو-اڳو.شڪار جي اصلاح ۾ شڪار وقت جانورن جي گهٽ بند ڪرڻ لاءِ لوڙهو وغيره.

**مَهاسَيا:** ث (سن) وڏي جماعت.جماعت جو ميڙ.پارليامينٽ.

**مَهاسَيائي:** ص.ڪٽر هندو.

**مَهاشيه:** ص.وڏي عزت وارو-معزز-مانائتو.

**مُهاڪڙو:** ذ.واقفيت-ڏڄڻ-ڄاڻ سڃاڻ.خبرچار.

**مُهاڳُ:** ذ.جاءِ جو اڳيون حصو.جاءِ جي اڳيان خالي پيل ميدان-مهاڳو.مُهاڙي.ڪتاب جو منڍ.

**مُهامَري:** ث.وڏي بيماري-پليگ.

**مُهانجڙو:** ص.لڄارو-شرميلو.

**مَهاند:** ظ.مَهند-اڳ ۾.

**مُهاندُ:** ذ.ڳوڻ جو مُنهن.

**مُهاندو:** ذ.مُنهن-شڪل-صورت.ڊول-نمونو.بناوٽ.

**مُهاندو هجڻ:** قابليت هجڻ-پرسنلٽي هجڻ.

**مَهانگ:** ث.مهانگائي-گراني.

**مَهانگ مَچڻ:** مهانگائي ٿيڻ.ڏڪر پوڻ.

**مهانگائي:** ث.مهانگ-گراني-آڪرائي.

**مَهانگو:** ص.گهڻي ملهه وارو.آڪرو-گران.(ث.مهانگي).

**مَهانگو سَهانگو:** اپرو-سپرو-جهڙو تهڙو.

**مُهانڪو:** ص.مُهاڻي جو-مُهاڻي وارو (ڏنڊو وغيره).

**مُهاڻو:** ص.مڇي ماريندڙ ۽ وڪڻندڙ.(ث.مُهاڻي).

**مَهاوَت:** ص.هاٿي هلائيندڙ.فيلبان.زوراور-زبردست.

**مَهاڻ:** م.پاڻ کي وڏو پائڻ.احسان جتائڻ-ٽورو مڙهڻ.

**مَهاڻي:** ص.وڏيل.ڪنل.ڦريل.

**مهائين:** ص.سورهيه-دلير.اڳواڻ.

**مهتَ:** ث (ع:مسجد) مسجد-مسيت.

**مُهتُ:** ذ.مان-عزت.سوڀ.سرخروئي.

**مُهت ٿيڻ:** شرف حاصل ٿيڻ.مان ٿيڻ.

**مُهت لهڻ:** مان لهڻ.سرخرو ٿيڻ.

**مَهتابُ:** ذ (ف) چنڊ.چانڊوڪي.

**مَهتابي:** ص.چنڊ سان مشابهت رکندڙ.سهڻو-حسين

**مُهتَدي:** ص.هدايت حاصل ڪندڙ.

**مهتَرُ:** ص (ف) تمام وڏو.(ذ) حضرت موسيٰ عليه السلام لاءِ عرب وارو خطاب.

**مهتر:** ذ.چُهڙو-ڀنگي

**مُهتمم:** ص (ع) منتظم-سربراهه.ڪم ڪار جو اڳواڻ.

**مَهتو:** ذ.هندو دڪاندار-هٽ واڻيو.(ث.مَهتي).

**مُهتو:** ص.عزت وارو-مانائتو-مُعتبر.

**مَهتَ:** ث.مَلَ.مهتو-مالش.اُجرائي-صفائي.چمڪ-سخي.

**مَهت سهَت:** ث. اچائي اجرائي. ناهنوه. چندقوڪ. سينگار.

**مَهتائڻ:** م. مالش ڪرائڻ. صف ڪرائڻ. چپائڻ. مهتو ڏيارڻ.

**مَهتڻ:** م. هٿن جي زور سان گسائڻ. هٿن ۾ نپوڙڻ. گسائڻ - گهڪو ڏيڻ. مکڻ. مالش ڪرڻ. چپيٽ ڏيڻ.

**مَهتو:** ذ. گهڪو. رهتو. دٻاءُ - چپ. سختي - تڪليف.

**مَهتيل:** ص. صاف ڪيل - صفا ڪيل. چپيتيل. نپوڙيل.

**مُهجر، مَهجر:** ذ. بحث - تڪرار - ردقد. ڪنهن ڳالهه جو بيان.

**مَهجر مچائڻ:** گوڙ ڪرڻ - لڙ مچائڻ - ردقد ڏيڻ.

**مَهجور:** ص(ع) جدا ڪيل. وڇڙيل.

**مَهد:** ذ(ع) پينگهو - جهولو - هندورو.

**مَهدائي:** ث. وڏائي - اُتم هئڻ واري حالت.

**مَهدوي:** ميران محمد شاهه جونپوريءَ جو پيروڪار.

**مَهدي:** ص(ع) هدايت ڪندڙ. هادي. رهنما.

**مُهذب:** ص(ع) تهذيب وارو. سڌريل. ترقي يافته. شريف. سلڇڻو.

**مَهر:** ث(ع) نڪاح وقت مرد جي طرفان عورت کي ڏنل يا ٻاسيل ڪابينو - حق زوجيت - حق مهر.

**مَهر معجَل:** ث. بروقت ادا ڪيل حق مهر.

**مَهر مُوجل:** ث. مڙس تي واجب الادا حق مهر.

**مَهر:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**مهرَ:** ث(ف) محبت - پيار. شفقت. اخلاص. ترس - قياس - ٻاجهه.

**مهر ڪرڻ:** ٻاجهه ڪرڻ. مهرباني ڪرڻ. ڀلائي ڪرڻ. قياس ڪرڻ.

**مُهرَ:** ث(ف) ڪاٺي يا رٻڙ وغيره تي اُڪريل نالو - ٺپو. مُندي. سون جو سڪو - اشرفي

**مُهر هٿ ۾ ڪرڻ:** فتوي جو مالڪ بنجڻ.

**مُهر هڻڻ:** تصديق ڪرڻ. ٺپو هڻڻ. ٺورو ڪرڻ.

**مَهراڄ:** ذ(سن) ٻانيين. حاڪم - راجا.

**مهراڻ:** اسم خاص. سنڌو درياءَ جو نالو - سنڌو ندي.

**مُهراڻو:** اسم خاص. اُپرندي ناري (ديوري) ڌر جي پٽن سان لاڳو آباد علائقو

**مهربانُ:** ص(ف) محبت ڪندڙ. شفقت ڪندڙ. عنايت ڪندڙ. ٻاجهه ڪندڙ. محسن - ٻاجهارو. گهڻگهرو. سڀاجهو.

**مهرباني:** ث(ف) عنايت - ڪرم. ٻاجهه. شفقت. ٺورو - احسان - وڙ.

**مهرباني ڪرڻ:** عنايت ڪرڻ. نوازش ڪرڻ. احسان ڪرڻ - ٺورو ڪرڻ.

**مهرجڻ:** م. مُهارجڻ.

**مُهرو:** ذ. اِڳوان. باني. مهندار. شطرنج جي هڪ ڳوٽ يا ساري. مُرلي جي هڪ ڪاني. ٻيڙيءَ جو اڳيون پاسو. اُکريءَ ۾ ڪٽڻ لاءِ ڪانيءَ جو ڏندو - مهلڙو. ڏڪو.

**مُهرو جهولڻ:** لڙائيءَ جي ميدان ۾ سينيءَ کان اڳڀان ٿيڻ.

**مَهري:** ذ(ع) سواريءَ لاءِ تيز رفتار اُٺ - تمام ڀلو اُٺ. چڙهيءَ جو اُٺ.

**مهري:** ث(سن) عورت - زال - استري - ناري.

**مُهري:** ث. ڪانيءَ جو ڏندو (اُکريءَ ۾ اَنُ چڙڻ يا مصالحي ڪٽڻ لاءِ). ڳاڙهي رنگ جي دال - مسور.

**مُهڙ:** ث. مُنهن. مُند. اڳياڙي - اڳو. مُهاڙي. شروعات.

**مُهڙ ڪرڻ:** مُنهن ڪرڻ - رخ رکڻ. ڏيتي ليتيءَ جو وهنوار رکڻ.

**مُهڙُ:** ذ. مهڙ. مُند - شروعات.

**مُهڙ سُهڙ:** ذ. اِڳرائي. مڙهيل ميار.

**مُهڙو:** ذ. ڪنهن شيءِ جي حد - پڇاڙي - انتها - توڙ.

**مهڪ:** ث(ف) ڪنهن جي خوشبو - سرهاڻ - سڳنڌ. ٻوءِ.

**مَهڪائڻ:** م. خوشبودار ڪرڻ - واسڻ.

**مُهڪُ:** ذ. مهڙ. مُند - شروعات. مُهاڙي.

**مَهلَ:** ث(ع) وقت - ٽائو. ويلو - ساعت. موقعو.

**مهلائتو:** ظ. وقت سر - وقتائتو.

**مَهل تڪڻ:** موقعو جاچڻ - وجهه ڏسڻ.

**مَهل جي ٻُڌائڻ:** موقعي جي مناسبت سان ڳالهه ڪرڻ.

**مَهل سر:** ظ. وقت تي - پوريءَ مهل تي.

**مَهل ڪرڻ:** وقت تي مدد ڪرڻ. ڏکئي وقت تي ڪم اچڻ.

**مهل گسائڻ:** موقعو وڃائڻ - وجهه وڃائڻ.

**مهلب:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪوڪر.

**مُهلت:** ث(ع) فرصت - واندڪائي. موقعو. ٻڙ - سستي. وقفو.

**مُهلت ڏيڻ:** موقعو ڏيڻ - وجهه ڏيڻ. ڪجهه وقت جي ڇوٽ ڏيڻ.

**مُهلت ملڻ:** وجهه ملڻ. واندڪائي ملڻ.

**مُهلڙو:** ذ. مصالحي ڪٽڻ جو مُهرو.

**مُهلڪ:** ص(ع) ماريندڙ. نقصان پهچائيندڙ. قاتل.

**مَهلو:** ذ. فصل ۾ رتيءَ جو مرض. اهو جيت، جيڪو فصل، اَنبن يا ميويدار وڻن جي ٻور کي نقصان پهچائي.

**مَهلو لڳڻ:** فصل کي مرض لڳڻ.

**مُهم:** ث(ع) وڏو ڪم. ڏکيو ڪم. جنگ - لڙائي. مشڪلات.

**مُهم جو:** مُهم سَر ڪندڙ.

**مُهم کي مَتو ڏيڻ:** وڏيءَ تڪليف واري ڪم ڪرڻ لاءِ

ڪوشش ڪرڻ.

**مُهم مارڻ:** وڏي ڪم ۾ ڪامياب ٿيڻ.

**مَهما:** ث (سن) وڏائي.بزرگي.مروت.نيڪي.ساراهه- واکاڻ.

**مَهمانُ:** ذ (ف) مزمان- ٻاهران آيل ماڻهو (جيڪو ماني ٽڪي کائي ۽ رهي).دعوتي.

**مَهمان خانو:** ذ.مسافرن جي رهڻ ۽ ٽڪڻ جي جاءِ- مسافر خانو.اوطاق.

**مهمانداري:** ث.مهمان جي خاطرداري- ميزباني.

**مهمان نواز:** ص. مهمان جي خدمت چاڪري ڪندڙ- ميزبان- مهماندار.

**مهمان نَوازي:** ث.مزمان جي خاطرداري.

**مَهماني:** ث.مزمان جو آدرڀاءُ.خاطر تواضع.دعوت.

**مهماني ڪرڻ:** مهمان گهرائڻ- دعوت ڪرڻ.

**مُهمَت:** ص.بهادر- دلير- جوڌو.

**مُهمَل:** ص(ع) ڇڏيل.ترڪ ڪيل.بيڪار- نڪمو.اجايو- بي معني.

**مُهمَل ڪرڻ:** ترڪ ڪرڻ.ملتوي ڪرڻ.ٿوري وقت لاءِ ٽارڻ.

**مُهمَلہ:** ص(ع) اهو اکر جنهن تي نقطو نہ هجي- غير منقوط.

**مهمير:** ص.پهلوان.دلير- بهادر.

**مهميرو:** ذ.سڪ ٻوٽي جي پاڙ (اکين جي علاج طور ڪم اچي).

**مَهميزَ:** ث (ع) گهوڙي کي اڙي ڏيڻ لاءِ لوهي ڪنڊو (جتيءَ جي کڙيءَ ۾ لڳائبو آهي).کڙيءَ جو ڏڪ- انگڙي جي چوڪ.

**مَهميز ڏيڻ:** چونڪ ڏيڻ- ڏکو ڏيڻ.هوشيار ڪرڻ.

**مُهنالَ:** ث.تلوار جي مياڻ تي ٿيل جڙات.

**مَهنتُ:** ذ (سن) جوڳين جو اڳواڻ.سادو.مندر جو وڏو پوڄاري.

**مَهَند:** ظ.مُنڍ ۾- شروع ۾.اڳي.منهن سامهون- روبرو.

**مَهَندارُ:** ص.اڳواڻ- پيشوا.

**مَهندڙي:** ص.موهيندڙ- وڻندڙ- پياري.

**مُهَندس:** ذ (ع) جاميٽريءَ جي علم جو ماهر.پئمائش ۽ رياضيءَ جو ماهر.ماهر تعميرات.انجنيئر.

**مَهندي:** ث (سن) محترم- سائڻ.مڙس جي ڀيڻ- ننان.

**مَهنديون:** ص.اڳيون.اڳوڻو.گذريل (سال.مهينو).

**مَهنگو:** ص.وڏي قيمت وارو.وڏي مُلهه وارو.مهانگو.(ث.مَهنگي).

**مَهَڻ:** م.موهڻ- پيار ۾ مست ڪرڻ.مَسڻ.فنا ڪرڻ.

**مهڻو:** ذ.طعنو.اولانيو.

**مهڻن جا مَڻ هڻڻ:** وڏو ڪروڌ هڻڻ.

**مهڻي هابُ:** ص.مهڻي ڏيڻ جهڙو.گلارو- ڏورابي جهڙو.

**مهڻي هاب بنائڻ:** گلارو ڪرڻ.عزت گهٽائڻ.

**مُهَنو:** ص.موهيندڙ.دل لڀائيندڙ.

**مَهو:** ذ.جيت جو هڪ قسم- مچڙ.

**مَهُورَت:** ث (سن) هندن جي رسم موجب ڪنهن ڪم جي شروعات ڪرڻ جو مناسب وقت.رسم جي نيڪ ساعت.سُنو سَوڻ.شروعات ڪرڻ جي رسم.

**مهورت ڪرڻ:** ڪو به ڪم شروع ڪرڻ.افتتاح ڪرڻ.

**مهورتي تقريب:** ث.ڪتاب وغيره جي مُنهن ڏيکائيءَ واري تقريب.

**مَهوسي:** ص(ع) لالچي- حريص.سون چاندي ناهيندڙ وَهمي.

**مُهُون:** ظ.يڪدم- ترت- نهڀه.

**مَهي:** ث.گهاٽو ڏڌ (جنهن مان اجا مکڻ نہ نڪتو هجي).

**مَهي ولوڙ:** ث.لوڇ پوڇ- اٿل پٿل- آنڌ مانڌ.مانڌاڻ- ڦيٽاڙو.

**مُهيا:** ص(ع) حاضر- موجود- تيار.

**مُهيا ڪرڻ:** موجود ڪرڻ- حاضر ڪرڻ.

**مَهيب:** ص(ع) ڀيانڪ- ديڄاريندڙ- ڀوائتو.

**مَهيري:** اسم خاص:هڪ ذات جو نالو.جَت- اوٺي.

**مَهيس:** ذ.قادر مطلق- خدا تعاليٰ.

**مَهيسر:** اسم خاص. عربي نسل (بَنو مَيسَره) جو هڪ سنڌي قبيلو.

**مَهيسَر:** ص.شراب چکائيندڙ- ڪلال.

**مهيسري:** ص.فقيرن جو هڪ قسم- مهيسي.

**مَهيسي:** ص. جوڳين جو هڪ فرقو- مهيسري (جيڪي شوَ جي پوڄا ڪن).

**مَهيش:** ص.مهيس.

**مهيشوري:** اسم خاص.هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**مَهيلي:** ث.سهڻي عورت.زال- عورت- مهري.

**مَهين:** ص(ع) سنهو- باريڪ.نازڪ.نفيس.

**مَهينو:** ذ (ف) ماهه.مهيني جو اجورو.ماهيانو.

**مهيني دار:** ص.مهيني تي بيٺل نوڪر- پگهاردار.

**مهيني سر:** ظ.هر مهيني- ماهوار.

**مهيني ماسي:** ظ.ڪڏهن ڪڏهن- ورلي.

**مُئلُ:** ص.مري ويل- مئو.فوت.سڪل.اپرو- هيڻو.مردار.

**مُئل کي مارڻ:** ڪمزور ۽ عاجز کي تنگ ڪرڻ.عشق جي آزاريل کي ڏوراپا ڏيڻ.

**مُئل مُردا کوٽڻ:** ڪنهن جا ڍڪيل عيب پڌرا ڪرڻ.

**مَنجَڻ:** م.نشي ۾ اچڻ- مستيءَ ۾ اچڻ.ماڇڻ.

**مئنيجر:** ذ(انگ)انتظام سنڀاليندڙ- مُنتظم.

**مئنيجنگ ڊئريڪٽر:** ذ(انگ) ڪمپنيءَ ۾ مالڪياڻي حيثيت سان ڪم ڪندڙ.

**مَٺَڻُ:** م.ماپڻ- ڪَڇڻ.تورڻ. ڪَٿڻ.

**مُٺَڻُ:** م.مُنجڻ- موڪلڻ.

**مَٺُ، مَٺو:** ذ.نشو- خمار.موج- مستي.ڊَئو.چاڙهُ.

**مَٺُو:** ص.جام-گهڻو- جال.

**مُٺو:** ص.مري ويل.بيجان.نڀاڳو.(ث.مُٺي).

**مُٺا هٿ هڻڻ:** بيوسيءَ واري ڪوشش ڪرڻ. ٿوري گهڻي ڪوشش ڪرڻ.

**مَٺُون:** ذ.پلڪ-گهڙي- لحظو.(ظ) بيٺي پير- يڪدم.

**مَٺي:** ث(ف) شراب- مَڌ.نشو- خمر.تڪبر- هٺ.

**مَٺي مارڻ:** تڪبر ڇڏڻ. اندر مان پ تپتو ڪڍڻ.

**مَٺي:** ذ(انگ) عيسوي ءَسال جو پنجون مهينو.

**مُٺي:** ث.ٿانون ملڻ لاءِ گاهه يا ڪکن جي مُوڙي.

**مَيءِ:** ث(ف) شراب- خمر- مَڌ- مَٺي.

**ميخانو:** ذ.شرابخانو- شراب پيئڻ وارو ماڳ.

**مَيفَروش:** ص- شراب وڪڻندڙ- ڪلال.

**مَي ناب:** ذ.نج شراب- خالص شراب.

**مَي نوش:** ص.شراب پيئندڙ- شرابي.

**مَيڪده:** ص.شراب خانو.

**مي، ميئَہ:** ذ.مهاتا- مهاتن جي هڪ ذات.

**مَيا:** ث(سن) ٻاجھ- ڪهل- ديا.مهرَ- احسان- ٿورو.

**مَيارَ:** ث.ڏوراپو- حرف.گلا.

**مَيارَ لاهڻ:** ريت رسم ۾ ٿيل ڪوتاهيءَ جو ازالو ڪرڻ.گلا لاهڻ. رسمي طرح وات ننڪاتي ڪرڻ.

**مَياري:** ص.جنهن ڏانهن ميار هجي- حرفي.

**مَياري ڪرڻ:** ڳالهين ۾ ڪُٺائڻ.ڏوهي ڪرڻ.

**مَيالُو:** ص.مَياوارو- نرم دل.

**ميان:** ذ(ف) حاڪم- مالڪ- والي.صاحب.معلم- آخوند.

**مياڻجي:** ذ.مُلي جو لقب- مُلا.

**ميان مٺُو:** ص.پنهنجي واکاڻ پاڻ ڪندڙ.

**مياندي:** ث.آڏاڻي جي ٻنهي وڏين ڪاٺين کي سوگهو ڪندڙ ڪاني.

**ميانو:** ذ.ننڍي ديڳ.(ص) وچولو- وچٿرو- پوروپنو.

**ميانہ:** ص(ف) وچ- وسط.وچ وارو- وچيون.

**ميانہ رَوي:** ث.وچٿرائي- اعتدال.

**ميانہ گير:** ص.اعتدال پسند- وچٿرو.

**مياڻَ:** ث(ف:ميان) تلوار جي ڪپَ- ٽيڪ- نيام.تلوار يا خنجر رکڻ لاءِ چمڙي جي ڪانيءَ جو ڪوپو.(ظ) وچ- منجھ- اندر.

**مياڻ مان نڪرڻ:** تلوار جو مياڻ مان ٻاهر نڪرڻ- غصي سبب آپي مان نڪرڻ.

**مياڻ، مياڻي:** ث.ڍنڍ يا درياءَ جي ڪپ تي اهو هنڌ جتي مڇي وغيره ماري گڏ ڪجي.

**مياڻُون:** ذ.ٻليءَ جو آواز- مياڻو.

**مَيَتَ (ث)، مَيتُ:** ذ(ع) مڙدو- لاش- جنازو.

**ميتُ:** ص.دوست- يار- سڄڻ.

**مَيَتُ:** ذ.مَيَتُ.

**ميٿَ:** ث.پسار کي وکر جو هڪ قسم.

**ميٿي:** ث.هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو (ڀاڄي وغيره ۾ ڪم اچي).

**ميٽُ:** ذ.خاص قسم جي جابلو مٽي (جيڪا ڇاپوڙن جي صورت ۾ جبل يا ٽڪر مان نڪريءَ ان ۾ تيل ملائي وهنجڻ ۾ ڪم اچي).

**ميٽ مَلڻ:** ٻُت تيءَ مٽي م ميٽ و جهڻ .سنڪل ميٽ کي پسائڻ.

**ميٽ:** ذ(انگ) ساٿي- ڪوليگ.

**ميٽ:** ث.اک جي پُور پٽ.

**ميٽ ڏيڻ:** اک پيڇڻ- اشارو ڪرڻ.

**ميٽائڻُ:** م.ميٽ هڻائڻ (پٽيءَ کي).ڊهرائڻ- مٽائڻ (اکر)- ميسارائڻ.

**ميٽائون:** ص.ميٽ جهڙو (رنگ).

**ميٽَرُ:** ذ.ٻڪيءَ جو هڪ قسم .(انگ) مفاصلي ماپڻ جو هڪ پيمانو.

**ميٽرڪ:** ذ.ڏهين جماعت- ميٽريڪيوليشن.

**ميٽرن:** ث(انگ) مدرسي .شفاخاني يا هاسٽل جي مهتمم عورت.

**ميٽ ڪاڻ:** ث.جبل يا ٽڪر ۾ ميٽ نڪرڻ وارو هنڌ.

**ميٽنگ:** ث(انگ) ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي گڏجاڻي.

**ميٽَڻُ:** م.ڪرڙي لاهڻ- ڊاهڻ- ميسارڻ. رد ڪرڻ. وساري ڇڏڻ. لاهڻ.دفع ڪرڻ (ڏک-سُور).ڇٽائڻ (زخم).

**ميٽڻهار:** ص.ڏک درد دفع ڪندڙ.خدا تعاليٰ.

**ميٽَڻَ:** م.اکيون پورڻ ءِ پٽڻ.مڪر ڪرڻ.

**ميٽُوڙي:** ث.ميٽ جهڙو رنگ.جابلو مٽيءَ جو قسم.

**ميٺ:** ث.منيون ڳالهيون.ڏاڏر- نڱي.

**ميٺ محبت:** ث.قربائتو سلوڪ.

**ميٺ:** ذ.مناڻ-ميناج-شيريني.لذت.

**ميناج:** ذ.مناڻ-ميٺ-مناس.

**ميثاقُ:** ذ(ع)اقرار.قول قرار.عهد نامو.ازل-ابتدا-الست.

**ميثاقا:** ظ.الست کان-ازل کان.

**ميثاقي:** ص.الست وارو-الستي.

**مَيجَرُ:** ذ(انگ)فوج جو هڪ عهدو.

**ميجسٽريٽُ:** ذ(انگ)حڪومت طرفان عدالت ڪندڙ عملدار.

**ميجسٽي:** ٿ(انگ)دٻدٻو-رعب.شاهي عهدو.

**ميجڪ:** ص(انگ)جادو-سحر(ذ)هڪ قسم جو ڳنڍيندڙ مصالحو.

**ميڄالو:** ذ.ڪپراٽيءَ جو اندريون ڳودو-مغز.

**مَيچ:** ٿ(انگ)مقابلي جي راند.

**ميچُ:** ذ.ٿهڪيا چڻ واري حالت-جوڙ-هڪجهڙو.

**ميچَ:** ٿ.ٻن رسين کي وَٽ ڏيئي ڳنڍڻ جي حالت.

**ميچڪو:** ذ.نظرداري-نگاهه-سنڀال.

**ميچَڻ:** م.ماپڻ-ڪڇڻ.پيٽڻ.ملائڻ-جوڙڻ.

**ميچو:** ذ.ماپو-ماپ.ڪَڇڻ جو چوڙو.

**ميچو ڪَڇڻ:** ماپو وٺڻ.جاچي ڏسڻ.

**ميچو:** ص.ننڍڙو ننڍو-ڇوٽو.

**ميچَ:** ٿ.اشارو(اک يا ڪنڌ سان)-اُهڃ-حمزو-ڏهنائي

**ميچ ڏيڻ:** اک جو اشارو ڪرڻ-ڏهنائي ڏيڻ.

**ميچَر:** ص.اشارو ڏيندڙ-اُهڃ ڏيندڙ.

**ميخَ:** ٿ(ف)لوهي ڪلي.سيخَ.

**ميخ مارڻ:** ڪوڪو هڻڻ.قابو ڪرڻ.عشق ۾ ڦاسائڻ.

**مَيد:** اسم خاص.هڪ قديم قوم جو نالو(جيڪا اڄ به مڪران (بلوچستان) ۾ رهي)-مهاڻا.

**مَيدانُ:** ذ(ف)خالي زمين(جنهن تي اڏاوت نہ هجي).ويڪرو پٽ. هموار زمين-پونو.گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو.

**مَيدان جنگ:** ذ.لڙائيءَ جو ميدان.

**ميدان ڇڏڻ:** مقابلي مان هٽي وڃڻ-پٺ ڏيکارڻ.

**ميدان ڪرڻ:** ڊاهي پٽ ڪرڻ.زمين هموار ڪرڻ.مقابلي ۾ کٽڻ.

**ميدان مَلهڻ:** کٽڻ-سوڀ ڪرڻ-فتح ڪرڻ.

**ميدان ۾ اچڻ:** سامهون اچڻ-مقابلو ڪرڻ.

**مَيدو:** ذ(ف)نهايت سنهو اٽو.ڪڻڪ جي اٽي مان ڪڍيل سنهو اٽو.

**مَيدو ڪرڻ:** پيهي تمام سنهو ٻورو ڪرڻ-ميدي جهڙو ڪرڻ.

**ميدي جهڙو:** ص.تمام سنهو-ٻورو

**ميدل:** ذ(انگ)تمغو-ٻلو.

**ميدَم:** ذ(انگ)خاتون-بيگم-مادام.منڊم.

**ميديڪَل:** ص(انگ)طب متعلق-طبي.

**ميديڪل اسٽور:** ذ.دوائن جو دڪان.

**ميديڪل ڪاليج:** ذ.ڊاڪٽريءَ جي تعليم وارو ادارو.

**ميديَم:** ٿ(انگ)ٻولي-زبان(جنهن ذريعي پڙهائي ڪجي).

**ميرُ:** ذ.مَرُ-ميلُ.ميراڻ.جسم تي جميل مٽي ۽ زنگ.ڪَٽ. ڪدورت.گدلائي.

**ميرانجهڙو، ميرانجهو:** ص.ٿورو ميرو-ڪجهه گدلو.

**ميرُ:** ذ(ف)سردار-سالار-اڳوان.حاڪم.امير.ٽالپور گهراڻي جو لقب

**ميراٺو:** ص.اميراڻو.حاڪم جو.

**مير ڪاروان:** ذ.قافلي جو اڳوان.

**مير مارڻ:** ڪو وڏو ڏرو هٿ ڪرڻ.

**مير مَجلس:** ص.مجلس جو اڳوان.انجمن يا جماعت جو صدر.

**مير مُنشي:** ص.هيڊ محرر-سرشتيدار.

**ميري:** ٿ.اميري.سرداري.حاڪمي.

**ميراث:** ٿ(ع)اها جائداد جيڪا پوءِ وارث کي ملي-ترڪو-ورثو.

**ميراثي:** اسم خاص هڪ قوم جيڪا ڳائڻ وڄائڻ جو پيشو ڪري.(ص)ڳائي خيرات وٺندڙ منگتو.

**ميران:** ص.مير.پير-مرشد.شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ جو لقب.

**ميرانپور:** اسم خاص.ٺٽي ضلعي جو هڪ آڳاٽو ڦٽل شهر(جتي شاه عنايت صوفي شهادت ماتي).

**ميراڻ:** ٿ.مٽيءَ جو اثر.گدلائي.ميرُ-ميلُ.

**ميراڻي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو-ميربحر-ملاح

**ميراڻي:** ص.ميرن واري-ميرن جي.اميراڻي.

**ميراڻي:** ٿ.ڪناڻي.اندر جي ڪدورت.دل جي ٻيائي.

**ميربَحرُ:** ذ.اميرالبحر.ٻيڙياتو-ناکئو-ملاح.

**ميرزا:** ذ(ف)مرزا.

**ميرَل:** ص.مير-امير.(اسم خاص)مرد جو نالو.

**ميرو:** ص.مٽيءَ هاڻو.گندو-خراب.گدلو.لڙاتيل(پاڻي).(ٿ.ميري).

**ميرو ڪرڻ:** مٽيءَ هاڻو ڪرڻ.ڪنو ڪرڻ.خراب ڪرڻ.

**ميرو دائو نہ ڇڏڻ:** هڙ موڙي ڪٽي وڃڻ.

**ميري اک:** ث.بڇڙي نگاھ- بد نظر.

**ميري اک سان ڏسڻ:** بڇڙي نظر ڪرڻ- دشمن ٿيڻ.

**ميڙ:** ث. چڱن ماڻهن جو ميڙ. جماعت. راڄ جا مکيه ماڻهو (جيڪي ڪنهن نياءَ، ساک يا منٿ لاءِ گڏ ٿيا هجن).

**ميڙ آڻڻ:** چڱن ماڻهن کي ميڙ ڪري وٺي اچڻ.

**ميڙ پائڻ:** چندو ڪرڻ- اُگاڙي ڪرڻ.

**ميڙ منٿ:** ث.آزي نيزاري. عرض.

**ميڙُ:** ذ.ماڻهن جو مجموعو- انبوھ- هجوم. گڏجاڻي.

**ميڙ مٽجڻ:** ڪچهري برخواست ٿيڻ. ماڻهن جو ٽڙي پکڙي وڃڻ.

**ميڙاڪو:** ذ.ميڙ- هجوم.

**ميڙائڻُ:** م. گند ٻهارائڻ. صفائي ڪرائڻ. گهوڙي گهوڙيءَ جو لڳ ڪرائڻ.

**ميڙائو:** ذ.ميلاپ. ملاقات. گڏجاڻي.

**ميڙائي:** ص.ميڙن ملاڪڙن جو شوقين.

**ميڙ سيڙ:** ث.ٻهاري. ڪچرو.

**ميڙڻُ:** م.گڏ ڪرڻ- جمع ڪرڻ. ڍير ڪرڻ. سميٽڻ. گڏڻ- ملائڻ. ميلاپ ڪرائڻ. گهوڙي گهوڙيءَ جو لڳ ڪرائڻ. ٻهاري سان گڏ ڪرڻ. گند ڪچرو ميڙڻ- ٻهارڻ.

**ميڙو:** ذ.ملڻ- گڏجاڻي. ميلاپ. ماڻهن جو هڪ هنڌ ميڙاڪو. ميلو.

**ميڙو مچڻ:** گهڻن ماڻهن جو گڏ ٿيڻ. ميلو لڳڻ.

**ميڙو ڪرڻ:** گڏ ٿيڻ- ميڙاڪو ڪرڻ. گوڙ ڪرڻ.

**ميڙه:** ص.ان ڳاهڻ واري پڙ ۾ کِلي مَني، جنهن جي چوڌاري ڍڳا ڦرن.

**ميڙهي:** ص.ميڙه (مني) جي پرسان ڦرندڙ ڍڳو.

**ميڙي چُوندي:** ث.گڏ ڪيل رقم- پونجي.

**مَيز:** ث (ف) ڪاٺ جو خاص صندل. جيڪو لکڻ پڙهڻ يا ماني کائڻ ۾ ڪم اچي- ٽيبل.

**ميزپوش:** ذ.ميز تي وڇايل ڪپڙو.

**مَيز ڪرسي:** ث.لکڻ پڙهڻ يا کائڻ پيئڻ لاءِ خاص فرنيچر.

**ميز لڳائڻ:** ميز تي کاڌو سجائڻ.

**ميزان:** ذ(ع) ساهمي- ترازي. ڪُل جوڙ.

**ميزائل:** ث(انگ) راڪيٽ مثل هڪ جنگي هٿيار.

**ميزبانُ:** ذ(ف) اُهو ماڻهو جنهن وٽ مهمان آيل هجن.

**ميزباني:** ث.مهمان نوازي- مهماني.

**ميسَ:** ث.سڌ- چاھ. اُڪير. خواهش.

**ميسَ مرڻ:** سڌ پوري ٿيڻ. خواهش ختم ٿيڻ.

**مَيس:** ذ(انگ) کاڌو- طعام. گڏ جي کاڌو کائڻ وارن جو ٽولو.

**ميسُ:** ث.ٻيائي- دوئي- اندر ۾ هڪ ءِ ٻاهر ٻي.

**ميسارڻُ:** م.ميٽڻ- ڊاهڻ (اکر). وسارڻ (دل تان). صاف ڪرڻ- ميدان ڪرڻ.

**ميسارو:** ذ.ڊاهڻ سان صفائي.

**مُيَسَّرُ:** ص(ع) موجود- دستياب- حاضر- هٿيڪو.

**مَيسره:** ذ(ع) سڄي پاسي وارو لشڪر.

**ميسٽو:** ص. چُپ چاپ- خاموش. ظاهريءَ طرح ٻاٺو ٻولو پر اندر ۾ چالاڪ.

**ميسُو، ميسُوپاڪ:** ذ.مٺائيءَ جو هڪ قسم- بيسڻ ۽ گيهه مان ٺهيل مٺائي.

**ميسُوڙو:** ص.ميسٽو.

**ميش:** ذ(سن) هڪ بُرج جو نالو- حمل. رڍ (جانور).

**ميشي:** ث.رڍ جي رڱيل کل.

**ميعاد:** ذ(ع) مقرر وقت. مقرر مُدت. واعدي وارو مُدو.

**ميعاد گُذرڻ:** مقرر مُدو پورو ٿيڻ.

**ميعادي:** ص.ميعادوارو- مقرر مدت جو.

**ميقات:** ذ(ع) حاجين جو حج مهل احرام ٻڌڻ جو هنڌ. مقرر وقت.

**ميڪ اپ:** ذ(انگ) مُنهن جو هار سينگار.

**ميڪائيلُ:** ذ(ع) چئن وڏن فرشتن مان ٻيو نمبر فرشتو.

**مَيڪدَه:** ذ(ف) شرابخانو.

**مَيڪَش:** ص(ف) شراب پيئندڙ.

**مَيڪَشي:** ث(ف) شراب نوشي.

**ميڪڻُ:** م.ٻليءَ جو "مياءُ مياءُ" ڪرڻ.

**مَينوش:** ص(ف) شراب پيئندڙ- شرابي.

**ميک:** ذ.رڍ. برج حمل- ميش.

**مَيگزين:** ث(انگ) خزانو. بارود خانو. گهڻن مضمونن وارو رسالو.

**ميگهه:** ذ(سن) ڪڪر- بادل- اَبر- جهڙ- ڳَم.

**ميگهه ملارُ:** ذ.ساوڻ جي مند ۾ جهڙ- جهڙالو.

**ميگهاڄڻ:** ذ.گهاٽو جهڙ- گهنگهور گهٽا.

**ميگهواڙ:** اسم خاص. چَم جو ڪم ڪندڙ هندن جي هڪ قوم.

**ميگني:** ث.ڦوٽڙي.

**ميلُ:** ذ. ميلاپ- گڏجاڻي. ڳانڍاپو. ملاقات. دوستي. آميزش- ملاوت. ٺاهه- صلح- پرچاءُ. مَرُ- اها مٽي جيڪا جسم تي جمي وڃي. ضلعي دادوءَ ۾ خيرپور ناٿن شاهه ۽ ميهڙ وارو پاڳو (جتي

مينهنُ جو سنو نسل ٿئي). ميرُ. رغبت- لاڙو- جهڪءُ. اتحاد. جوڙ.پيٺ- مشابهت.هڪجهڙائي- يڪسانيت.

**مَيلُ:** ذ.گڏجاڻي. ملاقات. مقابلو (ملھ جو. راند جو). ميرُ- گندُ. زنگ. اندر جو کوٽ- ڪدورت. بيائي. (انگ) مفاصلي جو هڪ ماڻ (1760گز). ٽپال گاڏي.

**ميلُ سنيالڻ:** حساب ڪتاب جاچڻ (واپار ڪو اصطلاح).

**مَيلُ ڪرڻ:** مقابلو ڪرڻ (راند ۾)- جوڙ ڪرڻ.

**ميل ڪاڏل:** ص.سوڙهو اٽيل ڪپڙو.

**ميلاپُ:** ذ.گڏجاڻي- وصل. آميزش- ملاوت. صلح- پرچاءُ. اتحاد. ملاقات.نباھ.

**ميلاپ ڪرائڻ:** ملاقات ڪرائڻ.نباھ ڪرائڻ.صلح ڪرائڻ.

**ميلادُ:** ذ (ع) ڄمڻ جو وقت.نبي سڳوري جي ولادت جي خوشي.

**ميلانُ:** ذ (ع) رجحان- لاڙو.ڌيان. طبيعت جو لاڙو.رغبت.

**ميل جولُ:** ذ.ملاقات.صلح.اچ وڃ- لهوچڙ.

**مَيل خور:** ذ.گهوڙي جي پٺيءَ تي سنجن هيٺان رکڻ جو ڪپڙو.

**مَيلخورو:** ذ.ننڍو ڪوٽ- صدري- واسڪوٽي.

**ميلڻُ:** م.ملائڻ- گڏائڻ.ملاقات ڪرائڻ.

**ميلو:** ذ.انبوھ- هجوم. ميڙو. ملاقات- گڏجاڻي. ڪنهن جاءِ تي گڏ ٿيل ماڻهن جو ميڙاڪو. ڪنهن بزرگ جي وفات واري ڏهاڙي تي ساليانو ميڙو.

**ميلو پرچڻ:** ميلي ۾ تمام گهڻو ماڻهو اچڻ.

**ميلو لڳائڻ:** هجوم ڪرڻ. ماڻهو گڏ ڪرڻ.ساليانو جشن ڪرڻ.

**ميلو مچڻ:** گهڻا ماڻهو گڏ ٿيڻ.جشن ٿيڻ.

**ميلھ:** ٿ.ڳھ وقت ڏاندن جون ڳچيون سوگهيون رکڻ جو نوڙ.

**مَيلي:** ص.نينهن لڳل عورت.

**ميمَ:** ٿ (ع) "م" اکر جو اچار. نبي سڳوري حضرت محمد ﷺ جن جي نالي مبارڪ جو پهريون اکر.رمز- راز- اشارو.

**ميمَ ۾ ڳالهائڻ:** ڳجهو ڳالهائڻ- اشاري ۾ اهڃاڻ ڏيڻ.

**ميمَ:** ٿ (انگ) وڏگهراڻي عورت- منڊم- مادام.

**ميمبر:** ذ (انگ) جماعت جو رڪن. گهر جو فرد- ڀاتي.

**ميمبري:** ٿ.ميمبر جو عهدو- ميمبر شپ.

**ميمنہ:** ٿ.(ع) کابي پاسي وارو لشڪر.

**ميمڻُ:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

**ميمڻ ٿيڻ:** واپار ڪو ذهن رکڻ- واپاري سوچ هئڻ.

**ميمڻي:** ٿ.ٻڪريءَ جو ڦر.

**ميمورنڊم:** ذ (انگ) يادداشت.دستاويز.

**ميموريل:** ذ (انگ) يادگار.

۾: حرف جر.منجھ- اندر- در- In.

**مِيڻ:** ص (ف: من) آءٌ- مان.

**ميڻ ڪرڻ:** "آءٌ" چوڻ. وڏائي ڪرڻ- پاڻ پڏائڻ.

**مَينا:** ٿ. هڪ قسم جو مشهور پکي (عام طرح "طوطي مينا" جي موضوع تي ڪهاڻيون).

**مينا:** ٿ (ف) آسمان. نيرو رنگ. رنگبرنگي شيشو. شراب جو شيشو.سون چاندي يا شيشي وغيره تي رنگين نقش- مرصع ڪاري.

**مينا بازار:** ٿ. بادشاهن جي سير لاءِ لڳايل بازار. عورتن جي بازار (جنهن ۾ زالون دڪانداري ڪن).

**مينارَنگ:** ٿ.نيرو رنگ- آسماني رنگ.سائو فيروزي رنگ.

**مينا ڪاري:** ٿ.سون چانديءَ تي رنگين چٽسالي يا پڙن جو ڪم.

**مينارُ:** ذ (ف) منارو. مسجد ۾ بانگ ڏيڻ جو منارو. سُتون- ٿنڀ. سامونڊي ڪناري تي جهازن کي روشني ڏيکاريندڙ منارو.

**مينٿو:** ص.منٿون ڪندڙ.

**مينٿول:** ذ.(انگ) جهنور.

**مينٽل:** ص (انگ) چريو- پاڳل- نفسياتي مريض.

**مينٽل اسپتال:** ٿ. چرين جي اسپتال.

**مينڌي:** ٿ. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جي پَنَن جو اٽو پيهي هٿن پيرن کي هڻجي ته ڳاڙها ٿين)- حنا.

**مينڌي لائي ويهڻ:** سستي تي ويهي رهڻ. ڪم ڪار کي ڇڏي ڏيڻ.

**مَينڌرو:** اسم خاص. "مومل راڻي" جي قصي جو ڪردار- راڻو مينڌرو.

**مينڊَ:** ٿ.ڳائڻ ۾ ننڍي منٺي لئي واري تان- مُرڪ.

**مينڊ ڀڃڻ:** سُريلو آواز ڪڍڻ.

**مينڊَ ۾ مارئي ڳائڻ:** ڳجهيءَ طرح ڳالھ ڪرڻ. اشارن ۾ راز ٻڌائڻ.ڳجهو ڳالهائڻ.

**مينڊيا:** ذ.ڳنڍيل وارن جون ڳنڍيون.

**مينڊيا ڦلَ:** ذ.ڳهھ جو هڪ قسم (جيڪو پيشاني يا سينڌ جي ٻنهي پاسن تي لڳي).

**مينڊي:** ٿ.وارن جي ڳنڍين واري ڳت (ڪنوارين ڇوڪرين جون مينڊيون ويڙهيبيون آهن).

**مينڊي ڇوڙڻ:** وَنواھ ۾ ويهارڻ وقت ڪنوار جا وار ڇوڙڻ.

**مينگُ، مينگر:** ٿ.مڇيءَ جو هڪ قسم.

**مينگهو:** ص.آهستي هلندڙ- ڍنو.

**مينو:** ث.(انگ) کاڌي جي فهرست.(هوٽلن ۾).

**مينهن:** ث. هڪ قسم جو مشهور گهرو جانور (گهڻو ڪير ڏيندڙ، رنگ ڪارو ۽ پورو، پاڻي ۽ گپ کي پسند ڪري) - مَنجھ.

**مينهن سائي ٿيڻ:** مينهن جو ڏڪو ٿيڻ.

**مينهُن:** ذ(سن:ميگھ) برسات- وَسَ- وسڪارو.

**منيهن ماس:** ذ.مينهن وساڙو(جيت).

**مينهن واچ:** ذ.واءُ سان گڏيل مينهن- چوهي برسات.

**مينهن واءُ ڪري اچڻ:** تمام تکڙو اچڻ- تيز اچڻ.

**مينهَن وَساڙو:** ذ.ڳاڙهو ريشم جهڙو هڪ سهڻو جيت (جيڪو برسات جي موسم ۾ واريا سي ۽ چيڪي زمين ۾ پيدا ٿئي).

**مينهن وسندي:** ظ.اوکي ۽ مهل- ضرورت مهل.

**مينهن وسڻ:** برسات ٿيڻ- بارش ٿيڻ.وسڪارو ٿيڻ.

**مينهاتو:** ص.مينهن جو.مينهوڳي ۽ جو.

**مينهوڳي:** ث.برسات جي مند- بارش.

**مين هول:** ذ(انگ) گٽر جي ناليءَ مٿان ماڻهوءَ جي گذرڻ جيڏو سوراخ (گٽر جي صفائيءَ لاءِ).

**مينيفيسٽو:** ذ(انگ) منشور

**مينيُوئَل:** ذ(انگ) قاعدي جو ڪتاب.قاعدو- دستور.

**مينَ:** ث(ف:موم) ماکيءَ جي مکين جي ماناري وارو مادو.

**مينَ بَتي:** ث.مينَ مان ٺهيل شمع.

**مينَ قَلُ:** ذ.هڪ قسم جو پسار ڪووڪر.

**مينتو:** ذ.مينَ جو ڪلف ڏنل ڪپڙو.

**ميٺو:** ذ.ڳاهه جو هڪ قسم.

**مَيو:** ذ.اَث.(ص) پريل- ڍاول.متارو.مايا وارو.

**مَير متارو:** ص.چگوڀلو.ڏٽو مٽو.سکيو آسودو.ڍاول.ٿلهو متارو.

**ميواتَ:** ث.هر قسم جو ميوو.گڏو چڙ ميوو.ميوي جي ڪا به جنس.

**ميوُن:** ذ.آقا- والي- ڌڻي.مالڪ- اگو.اُستاد- معلم.

**ميوو:** ذ(ف) ڦَلُ- ڦُرُ- ثمر.نتيجو

**ميودار:** ص.ڦروارو- ڦَلائتو.

**ميوزَمُ:** ذ(انگ) عجائب گهر.

**ميُونسپل:** ث(انگ) شهر ي يا ڳوٺاڻي جماعت.

**ميُونسپل ڪَمشنر:** ذ(انگ) ميونسپالٽيءَ جو سدر.

**ميُوسپالٽي:** ث(انگ) اها ايراضي جنهن جي حدن اندر ميونسپل جو قاعدو هلي.

**ميهارُ:** ص. مينهون چاريندڙ- مينهون ڌاريندڙ. (اسم خاص) "سهڻي ميهار" جي قصي جو هڪ ڪردار.

**ميهاڪُ:** ذ.مينهَن جو ڌڻ.

**ميهاڪَ بڌڻ:** مينهون جوري ڪرڻ.

**ميهرُ:** ذ.مينهن جو وڳ ڌاريندڙ- ميهار.

**ميهمانُ:** ذ(ف) مهمان- مزمان.

**ميهو:** ذ.هڪ قسم جي رلهءِ ان جو ڦر (يا جيءَ طور ڪماچي).

**ميءُ:** ذ.مهاتو.مڇي ماريندڙ (وديندڙ.وڪٽندڙ).

**مينَڪو:** ص.ميءَ جو.مهاڻن جو.مهاڻن وارو ڏنڌو.

**ميئَر:** ذ(انگ) ميونسپل ڪارپوريشن جو سربراهه



**ن:** ذ. اُچار 'نون'. سنڌي الف- بي جو ستيتاليهون اکر. عربيءَ جو پنجويهون ۽ فارسيءَ جو 'وٽيهون اکر. ابجد موجب عدد (50).

**نَه:** ظ(ف:نه) ناڪار جو منفوم ادا ڪندڙ حرف- مَ.متان.

**نه آند نه پاند:** ڪوبه چيڙو نه هئڻ.

**نَه تَه:** ث.بيءَ حالت ۾- بيءَ طرح- ردعمل وارو انڪار.

**نه ٿيَنو:** ذ.ناممڪن- محال- نا شدني.

**نه داد نه فرياد:** انڌيرنگري- بيدادي- ظلم- قهر.

**نه ڪرڻ:** انڪار ڪرڻ- نا.

**نه مَنجو نه مُنهن:** ص.سَجو- پينگيو.بي پهچ.

**ن:** ظ. سواءِ- بغير. 'ناڪار' جو منفوم 'ا' ڪندڙ صفاتي اڳياڙي (جيئن نکمو.نياڳو وغيره).

**نا:** ظ(ف) صفاتي اڳياڙيءَ طور ڪم ينڊڙ. مثلاً: ناساز.ناڪارو وغيره.نه.بغير.بنا- سواءِ.

**ناآشنا:** ص(ف) ناواقف- اڻ سڃاتو. اجنبي- ڌاريو- غير.اوپرو.

**ناآشنائي:** ث.اتواقفي.اجنبيت- ڌاريائي.

**نااتفاقي:** ث(ف) ڦوٽ- نفاق.اڻبڻت.

**نااُميد:** ص(ف) مايوس- نراس- دلگير.

**نااُميد ڪرڻ:** مايوس ڪرڻ. دل ٽوڙڻ.

**نااميدي:** ث. مايوسي. ناڪامي. نراسائي.

**ناانصافي:** ث(ف) ظلم- انڌير- بيدادي.

**نااَهل:** ص(ف) نالائق- اڻ قابل. ناموزون.

**نااَهلي:** ث. نالائقي.

**ناب:** ث. ڇهنب- نوڪ. پالو.

**نابدار:** ث. قديم بندوق جو هڪ قسم.

**نابالغ:** ص(ف) بلوغت کي نه پهتل- اڻ سامايل.

**نابالغي:** ث. ننڍپڻ- صغير سني.

**نابري:** ث. انڪار- عدولي.

**نابري وارڻ:** ن مچڻ. صاف انڪار ڪرڻ- ناڪاري جواب ڏيڻ.

**نابڪار:** ص(ف) بيڪار- نڪمو. بدذات. لچو.

**نابَلد:** ص(ف) اڻڄاڻ- ناآشنا.

**نابُود:** ص(ف) فنا- ناس- چٽ. برباد. ويران.

**نابُود ڪرڻ:** سڃ ڪرڻ. چٽ ڪرڻ. برباد ڪرڻ.

**نابُودي:** ث. بربادي. فنا. تباهي.

**نابين، نابينو:** ص(ف) انڌو- ڪور. اکين کان معذور.

**نابينائي:** ث. انڌائي- انڌپڻ.

**ناپ:** ث. شاخ- لام. وڻ جي پاڙ واري شاخ.

**ناپُون ڪوڙڻ:** پاڙون هڻڻ- پاڙون پکيڙڻ. چنبا ڪوڙڻ.

**ناپ:** ذ. وچ وارو حصو- وچ- مرڪز.

**ناتاري:** ث. غوراب يا ٻيڙي کي بيهارڻ لاءِ زنجير ۾ ٻڌل لوهي چنبن وارو اوزار.

**ناتالُ:** ذ(انگ) ڪرستانن جي عقيدي موجب 'يسوع مسيح' جي ڄمڻ وارو ڏينهن.

**ناتر:** ث. ٻانهي- گولي- ڪنيز. "مومل" جي هڪ ٻانهيءَ جو نالو.

**ناتنو:** ذ. امل ڳارڻ جي ڳوٺري. موالين جي مجلس.

**ناتو:** ذ. رشتو- ويجهائي. قُربت. مائٽي. تعلق. واسطو.

**ناتو نباهڻ:** دوستي يار يا پريت وارو تعلق قائم رکڻ. وفاداري ڪرڻ.

**نا تَجربيڪار:** ص(ف) اڻ آزمودگار- اڻڄاڻ.

**ناتراش:** ص. اڻ تراشيل- اڏنگو. ڪميڻو. بي ادب. ناهموار.

**نا تمام:** ظ(ف) اڻپورو- اڌورو. ناقص.

**ناتوان:** ص(ف) ڪمزور- هيڻو. اپرو. بي طاقت. ضعيف- عاجز. لاچار.

**ناتَوانائي، ناتواني:** ث. ڪمزوري. هيڻائي. بي طاقتي- ضعيفي.

**ناتي:** ظ. واسطي- تعلق سبب. جيڪر- نه ته- هُوند.

**ناٿ:** ذ(سن) مالڪ- ڌڻي. وڏو جوڳي. ناٿ پنٿي گرو.

**ناٽ:** ذ(سن) ناچ. تماشو. اٽڪل بازي- حرفت. هنرمندي.

**ناٽ ڪرڻ:** نخرا ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ. بهاني بازي ڪرڻ.

**ناٽ نُوٽ:** ذ. بهاني بازي- مڪر. انڪار.

**ناٽڪُ:** ذ(سن) تماشو. ناچ. کيل. سانگ- ڊرامو.

**ناٽڪ چيٽڪ:** ذ. کيل تماشو. نچڻ ٽوري.

**ناٽڪ گهر:** ذ. ناچ گهر. ٿيئٽر.

**ناٽڪ نَويس:** ذ. ناٽڪ لکندڙ- ڊراما لکندڙ.

**ناٽڪو:** ذ. ناڙڪو- ناڙ- نبض.

**ناٽڪي:** ص. ناچُو. تماشو ڪندڙ.

**ناٺي:** ص. ڌيءَ جو مڙس- ڄاٽو- داماد.

**ناثر:** ص. نثر لکندڙ- نثرنگار- اديب.

**ناپاڪُ:** ص(ف) پليت- آلودو. گندو- ڪنو. نجس.

**ناپاڪائي، ناپاڪي:** ث. نجاست- پليتي. گندگي.

**ناپاڪائي لاهڻ:** غسل جنابت ڪرڻ.

**ناپائيدارُ:** ص(ف) گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪندڙ. بي بقا. بي ثبات. ڪمزور.

**ناپائيداري:** ث. بي ثباتي. ڪمزوري.

**ناپٽ:** ذ. نئون کوٽيل واهه يا ڪئنال.

**ناپَديد:** ص(ف) مخفي- لڪل. ڳجهو. گُم- غائب.

**ناپَسند:** ص(ف) اڻ وڻندڙ. ناقبول.

**ناپَسندي:** ث. نه وڻڻ جي حالت.

**ناپَسنديده:** ص(ف) اڻ وڻندڙ.

**ناپو:** ذ. 'ڪم' جو بچ- 'ڪم' مان نڪتل داڻا.

**ناپَيدُ:** ص(ف) اڻلڀ. غير موجود. لاثاني. گُم. فنا. اُجڙ.

**ناجائزُ:** ص(ع) اڻ رهائيندو. بيجا. بي قاعدي. شريعت جي خلاف.

**ناجي:** ص. نجات حاصل ڪيل- ڇوٽڪارو مليل.

**ناچُ:** ذ. نچڻ- ڪڏڻ. رقص- نرت.

**ناچ ڪرائڻ:** نچائڻ. سزا ڏيڻ.

**ناچ گانو:** ذ. راڳ ۽ نچ جي محفل- رقص ۽ موسيقي.

**ناچارُ:** ص(ف) لاچار- عاجز. مجبور- بيوس. غريب- مفلس.

**ناچاقُ:** ص(ع) بيمار- عليل- اگهو.

**ناچاقي:** ث.ناچاقائي- بيماري- اگهائي.

**ناچگو:** ص.اگهو- بيمار- ناچاق.

**ناچڻي:** ث.رقاصہ- ناچو عورت.

**ناچو:** ذ.ناچ ڪندڙ- رقاص- نچندڙ.

**ناچيز:** ص(ف) جنهن جي حيثيت نہ هجي.نڪمو.ڪمتر.

**ناحق:** ظ(ع) هرويرو- خوامخواه.بي سبب.نا جائز.(ذ) انڌير- ظلم.

**ناحق ڪرڻ:** ناانصافي ڪرڻ.نامناسب ڪم ڪرڻ.

**ناحقي:** ذ.بي انصافي- انياءَ.ظلم.ناجائزي.

**ناخدا:** ص(ف) ٻيڙي هلائيندڙ- ناکئو- ملاح.

**ناخلف:** ص(ع) نالائق.ڪپوت.

**ناخواندگي:** ث.تعليم جي اڻاٺ- جهالت.

**ناخوانده:** ص(ف) اڻپڙهيل- بي علم.جاهل.

**ناخوانده مهمان:** ذ.بي دعوتيو مهمان.

**ناخوش:** ص(ف) ناراض.بيزار.بيمار.

**ناخوشگوار:** ص.اڻوڻندڙ.

**ناخوشي:** ث.بيزاري.رنجش.

**ناخيري:** ص(ف) نياڳو- بد بخت.بد خبر.جنهن مان چڱائي نہ ٿئي.

**ناد:** ث.پاڻي رکڻ لاءِ نڪر جو وڏو ٿانءُ- نادي.

**ناد:** ذ(سن) وڏو سامونڊي ڪوڏ(جيڪو پوڄا پاٺ ۾ وڄائڻ جي ڪم اچي).آواز- صدا.سڏ- ڪوڪ.

**نادار:** ص(ف) غريب- ڪنگال- محتاج.

**ناداري:** ث.تنگدستي- محتاجي.مفلسي.

**ناداشتي:** ث.مفلسي- ناداري.بيشرمي.اڻواقفيت.

**نادان:** ص(ف) ناسمجه- اڻڄاڻ.بيوقوف- جاهل.مورک.

**نادانستگي:** ث.اڻڄاڻائي- بيخبري- لاعلمي.

**نادانستہ:** ص(ف) اڻڄاڻائيءَ کان.ڀل کان.غلطي کان.

**ناداني:** ث(ف) اڻ ڄاڻائي.بي علمي.جهالت.بيوقوفي.

**نادر:** ص(ع) اڻلڀ- ناياب.قليل.عجيب.

**نادرشاهي:** ث.ظلم- انڌير- لاقانونيت.

**نادره:** ث.عجيب.تحفو.

**نادري:** ص.نادرشاه بادشاه ڏانهن منسوب.نادر جو (حڪم). تنبو طنبو (Tent).

**نادري حڪم ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ.سختيءَ جابراتو حڪم جاري ڪرڻ.

**نادري عهد:** ذ.پڪو اقرار- واعدو- انجام.

**ناد علي:** ث(ع: لفظي معنيٰ حضرت "علي ڪرم الله وجه کي سڏ"). حضرت علي ع ۾ عقيدي رکندڙن جي دعا، جيڪا ٻارن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌن.

**نادم:** ص(ع) شرمسار- شرمندو- لڄي.پشيمان- پڇتائيندڙ.

**نادولو:** ذ.نڪر جي ننڍي نادي.

**نادهنده:** ص(ف) موٽائي نہ ڏيندڙ (قرض،اوڌر)- قرض نہ موٽائيندڙ.

**نادي:** ث.پاڻي رکڻ لاءِ نڪر جو وڏو ٿانءُ- ناد.برف جو پڪو بلاڪ.حصيدارن ۾ نيلام- سودو- واپار.

**نادي ڪرڻ:** ڪا شيءِ حصيدارن ۾ نيلام ڪرڻ.

**نادي لڳڻ:** سودو لڳڻ- واپار لڳڻ.

**ناديده:** ص(ف) اڻ ڏٺل.

**ناڏ:** ث.گاهه يا وڻ جون پاڙون.

**ناڏ:** ث.ناد.آواز- صدا.روح راڙو.ڏمڇر.

**ناڏيھ:** ص.جنهن جو ڏيھ نہ هجي- غريب الوطن.(اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**نار:** ث(ع) باهه- آگ- آتش.

**نار جحيم:** ث.دوزخ جي باهه.

**نار:** ث(سن) عورت- زال.نبض- نس- رڳ.

**نارون نهارڻ:** نبضون ڏسڻ.

**نار:** ذ.مٿاهين زمين تي پاڻي رسائڻ لاءِ هڪ قسم جو هلٽ (جنهن ۾ پاندوءَ چٽ ۽ چرخاٽين).

**ناراض:** ص(ف) راضي نہ رهندڙ- بي راضي.رنج- ناخوش.ڏهل.

**ناراضپو:** ذ.ڪاوڙ- رنج- رُسامو.ڏمر.

**ناراضگي:** ث.ناراضپو.

**ناراضي:** ث.ارهائي- رنج- ڪاوڙ.

**نارائڻ:** ص.هندن جي وشنوءَ جي هڪ صفت.ماٿوءَ جو نالو.

**نارد:** ص.بحث مباحثو ڪندڙ.شرارتي.لُچ.

**ناردي سياءُ:** ص.جهيڙو ڪار طبيعت.لائي چائي.گلا خوري.

**نارسائي:** ث(ف) پهچ نہ هئڻ- پڄندي نہ هئڻ.

**نارمل:** ص(انگ) نيڪ- درست- پورو پنو.

**نارمي:** ذ.زريءَ جي پيرت جو هڪ قسم.

**نارنان:** ث.عورت- ناري.

**نارنگي:** ث(ف) هڪ وڻ ۽ ان جو ڦر- سنگترو.

**نارنگي:** ص.رنگ جو هڪ قسم- آرينج ڪلر.

**نارڻ:** م. جاچڻ- ڏسڻ- ڳولڻ- نهارڻ.

**نارو:** ذ. ڇت تان برسات جي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ لوهي نڙو- نيسارو. درياءَ جو اُپرندي پاسي وارو هڪ قديم ڦاٽ (ءُ هاڻي وڏو واهه) "اُپرندو نارو". اُپرندي ناري وارو علائقو.

**ناروا:** ص(ف) ناجائز. بيجا. غيرمناسب.

**نارو ڙو:** ذ. وڙهڻ جهڙو نمونو. اڍنگي هلت.

**نارونار:** ظ. هڪٻئي پٺيان- نمبروار.

**ناري:** ث(سن) عورت- زال. (ص) باهه جو. دوزخي.

**ناريڙي:** ث. ناريل جي کوپي جو اڌ- ڏونگهو.

**ناريل:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦَر.

**ناريلو:** ذ. نارن وارو- جنهن جا نار جاري هجن (کوهه وغيره).

**ناڙ:** ث. نبض- رڳ- نَس. مينهن وغيره جو ويامڻ کان اڳ ڪڍيل رَت جو تاندورو.

**ناڙون ڪڍڻ:** مينهن وغيره جو ويامڻ وقت پهرين رت پٽ ڇڏڻ.

**ناڙُ:** ذ. سارين يا ڪڻڪ جي لاباري کان پوءِ باقي بچيل ڳاهه واري زمين- لاباري 'لٿل' زمين.

**ناڙ ڪرڻ:** چَٽ ڪرڻ- نابود ڪرڻ.

**ناڙاندي:** ث. تاجيءَ جو نڙو- نڙاندي.

**ناڙڻُ:** م. هر ۾ ڏڳا جوٽڻ. ٻڌڻ (چم جي رسي سان). ناڙي پوک ڪرڻ. ڳنڍڻ- ڳڏڻ (وهٽ).

**ناڙو:** ذ. اُها رڳ جيڪا پيدائش وقت ٻار جي ڌُنَ سان ڳنڍيل هوندي آهي. اڳٺ. ياجاريءَ ۾ بدل چم جو رسو. پاڻيءَ تي ٿيندڙ هڪ قسم جي وَلِ. ڳجرن جا پَن (جيڪو چوپايو مال کائي).

**ناڙو وڍڻ:** نئين ڄاول ٻار جو ناڙو ڪپڻ. تعدي ڪرڻ- ٻجڙو ڳالهائڻ.

**ناڙا ڇوڙ:** ذ. پيشاب.

**ناڙا ڇوڙ ڪرڻ:** پيشاب ڪرڻ.

**ناڙودي:** ث. هر سال هر ڏيئي آباد ٿيل زمين.

**ناڙودي:** ص. ناڙو پيدا ڪندڙ زمين- ناڙي واري.

**ناڙي وَڍ:** ص. ڄائي ڄم کان واقف- مُجيجي.

**ناڙي گُل:** ذ. ٻرت جو هڪ قسم.

**ناڙي:** ث. پوک ڪرڻ جو هڪ نمونو- ناڙي پوک. لُبيل فصل کان پوءِ ٻني ۾ باقي رهيل ڪڏا (ڳاهه).

**ناڙي ڇٽڻ:** فصل پوکڻ- ٻني ۾ ٻج ڇٽڻ.

**ناڙيوال:** ص. ناڙو موڙيندڙ. دايو- ٻنارو.

**ناز:** ذ(ف) نخرو- انگل- ماڻو. غرور- فخر.

**نازان:** ص. ناز ڪندڙ. فخر ڪندڙ.

**ناز برداري:** ث. انگل کڻڻ- لاڏ کڻڻ.

**ناز پرور:** ص. ناز پاليندڙ- ناز نخري وارو.

**ناز سهڻ:** انگل آراکڻ- حجت برداشت ڪرڻ.

**ناز ڪرڻ:** نخرا ڪرڻ- ماڻا ڪرڻ. انگل آرا ڪرڻ. لاڏ ڪرڻ.

**ناز نخرا:** ذ. لاڏ پيار. انگل آرا.

**ناز و نياز:** ذ. پيار ۽ اخلاص. لاڏ پيار.

**ناز انداز:** ذ. نخرا- غمزا- چاڳ.

**نازبو:** ذ(ف) هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو.

**نازش:** ث(ف) فخر- گهمنڊ.

**نازڪ، نازڪُ:** ص(ف) نفيس. نرم- ڪونئرو. سَنهو. نزاڪت وارو. سهڻو. ڪمزور.

**نازڪ اندام:** ص. هلڪي جسم وارو. سهڻن اوصافن وارو.

**نازڪ بدن:** ص. سهڻو. معشوق.

**نازڪ مزاج:** ص. يڪدم ڪاوڙجي پوندڙ- چيڙاڪ- زودرنج.

**نازڪ وقت:** ذ. امتحان يا آزمائش جو وقت. اوکيءَ مهل. بُحران.

**نازڪ هنڌ:** ذ. جسم جو اهڙو عضوو، جيڪو خارجي اثرن کي يڪدم قبول ڪري.

**نازڪي:** ث. نزاڪت. خوبي. نفاست.

**نازل:** ص(ع) مٿان آيل. هيٺ ايندڙ. هيٺ آيل. لهندڙ.

**نازل ٿيڻ:** آسمان مان لهڻ. اچي وارد ٿيڻ. اچي ڪڙڪڻ.

**نازنين:** ث(ف) دلربا. نازڪ اندام. نازڪ ادا. خوبصورت.

**نازو:** ص. ناز ڏيکاريندڙ عورت. (اسم خاص) عورت جو نالو.

**نازورو:** ص. ڪمزور- اُبرو. معذور. ٻي پهچ.

**نازي:** ص(انگ) هٽلر جي پارٽيءَ جو رُڪن.

**نازيبا:** ص(ف) بدنما- بدشڪل. غيرموزون. نامناسب. اڻ سُهائيندڙ.

**نازيت:** ث. هٽلر جو نظريو ۽ نظام. سنگين آمراڻي ڏاڍائي.

**ناس:** ث. نڪ جو هڪ سوراخ. پيٺل تماڪ (جيڪو نڪ ۾ سنگهجي يا ڏندن ۾ هڻجي).

**ناسون هڻڻ:** نوس نوس ڪرڻ. جاچ ڪرڻ. خبرون لهڻ.

**ناسون چيرڻ:** تڪليف ڏيڻ- سزا ڏيڻ.

**ناسون ڦوڪارڻ:** ڪاوڙ ڪرڻ- آڪڙ ڪرڻ.

**ناس:** (سن) تباهه- برباد. نابود.

**ناس ٿيڻ:** تباهه ٿيڻ- برباد ٿيڻ. اُجڙڻ.

**ناسازُ:** ص(ف) ناموافق- اڻ نهندڙ. بيمار- عليل.

**ناسازگار:** ص. نـ نهندڙ- مخالف.

**ناسازي:** ث. مخالفت. بيماري. اڻبڻت.

**ناسَت:** ث. اَڻهوند- سُجائي. نيستي- عدم.

**ناستَڪ:** ص(سن) ملحد- زنديق- بي دين.

**ناسپاتي:** ث. ميوي جو هڪ قسم (صوف جي جنس جهڙو).

**ناسَ پتو:** ذ. غيرت. شرم- حيا.

**ناسَ پتو پورڻ:** حيا شرم ڇڏڻ. بي غيرت ٿيڻ.

**ناس پتو نـ هئڻ:** حيا شرم نـ هجڻ- بي غيرت بڻجڻ.

**ناسجَڻ:** م. چنڊ جو اُپرڻ کان اڳ سنهائو ڏيکارڻ.

**ناسِخ:** ص. رد ڪندڙ- منسوخ ڪندڙ.

**ناسر، ناسرو:** ص. ناس ڏيندڙ. وڏين ناسن (نڪ جون) وارو.

**ناسُفتو:** ص. بنا سوراخ- اڻ ونڌيل (موتي).

**ناسڪو:** ذ(سن) نڪ جي چوٽي. نڪ مان ڪنيل وڏو ساهه.

**ناسڪا هڻڻ:** نڪ مان وڏا ساهه کڻڻ. اٽڪل روءِ اندازو ڪرڻ. احوال معلوم ڪرڻ.

**ناسڪي:** ذ. نڪ مان نڪتل اکر. (ص) ناسڪا هڻندڙ.

**ناسَمجهه:** ص. اياڻو- نادان. بيوقوف- مورک.

**ناسَمجهي:** ث. اياڻپ- ناداني- بي عقلي.

**ناسَڻ:** م. سج يا چنڊ جي اُپرڻ کان اڳ هلڪو سهائو ٿيڻ.

**ناسُوت:** ذ(ع) هيءُ جهان. ظاهري عبادت واري منزل. شريعت.

**ناسُودو:** ص. بي نڪو. بيحيا. بيشرم. (ث. ناسُودي).

**ناسُورُ:** ذ(ع) اهو زخم جيڪو هميشہ چڪندو رهي ۽ وري ڇٽڻ کان پوءِ بيهر اُٿلي- گهرو گهاءُ.

**ناسُور ٿي بيهڻ:** ڦٽ جو اصل نـ ڇٽڻ. عشق جو گهرو اثر ٿيڻ.

**ناسُور وجهڻ:** گهٽو زخم يا گهاءُ ڪرڻ.

**ناسُور هُجڻ:** نـ ڇٽندڙ گهاءُ هجڻ. ڏاڍو شوق هجڻ.

**ناسُورجڻ:** م. ڦٽ چڪڻ.

**ناسُوري:** ص "ناسور" جي مرض ۾ ورتل. ناسُون هڻندڙ. جهوتون ڏيندڙ. نوس نوس ڪندڙ. رولو.

**ناسِي:** ث. سياري ۾ اترا ولهه کان لڳندڙ هوائون.

**ناسي:** ص. 'ناس' جهڙي رنگ جو.

**ناشُ:** ذ(سن) زوال- زواليت.

**ناشتو:** ذ. صبح جي ماني- نيرن.

**ناشاد:** ص(ف) ارهو. دلگير- مايوس. نااميد. بدنصيب.

**ناشائستگي:** ث(ف) نالائقي- بدتهذيبي. بداخلاقي.

**ناشائسته:** ص(ف) اڻ سونهندڙ. اڻ وڻندڙ. نالائق. نامناسب.

**ناشُدَني:** ث(ف) اڻ ٿيڻي- ناممڪن. محال.

**ناشِرُ:** ص(ع) نشر ڪندڙ- ڇاپيندڙ- شايع ڪندڙ (ڪتاب وغيره).

**ناشُڪرو:** ص(ف) احسان نـ مڃيندڙ. بي گُٽو.

**ناشُڪري:** ث. ٿورو نـ مڃڻ- احسان فراموشي.

**ناشُڪري ڪرڻ:** احسان نـ مڃڻ.

**ناشڪيب:** ص. بيقرار- بي صبر.

**ناشَناس:** ص. اڻ واقف. اجنبي.

**ناصِحُ:** ص(ع) نصيحت ڪندڙ.

**ناصِرُ:** ص(ع) حامي- مددگار.

**ناطِقُ:** ص(ع) ڳالهائيندڙ.

**ناطِقو:** ذ. ڳالهائڻ جي قوت.

**ناطقو بند ڪرڻ:** لاجواب ڪري ڇڏڻ.

**ناظِرُ:** ص(ع) ڏسندڙ. محافظ. ديواني ڪورٽ جو هڪ عهديدار.

**ناظرت:** ث. ناظر جو دفتر- ناظري آفيس.

**ناظِرو:** ص. نظر هڻندڙ- بدنظر.

**ناظِرَه:** ذ(ع) ڏسي پڙهڻ (قرآن شريف).

**ناظِري:** ث. ناظر جو ڪم. ناظر جو عهدو.

**ناظِرين:** ص(ع) مشاهدو ڪندڙ. ڏسندڙ يا ٻُڌندڙ.

**ناظِمُ:** ص(ع) انتظام ڪندڙ. سربراهه.

**ناظِمي:** ث. ناظم جو عهدو.

**ناعِمر:** ص. (ع) ناز نعمت ۾ پليل.

**ناغو:** ذ(ترڪي) فرصت- واند ڪائي. موڪل جو ڏينهن. ڪم جو روڪجي وڃڻ يا وقتي بند ٿي وڃڻ.

**ناغو ڪرڻ:** ڪم ۾ وقتي وجهڻ. موڪل ڪرڻ.

**نافَ:** ث(ف) دُن. اوڙ- ناڙو.

**ناف پوڻ:** چڪي پوڻ (بيماري).

**نافَت:** ث. انڌير- ظلم. اتهوند. اٿاٽ- ڪوٽ.

**نافِذُ:** ص(ع) جاري ٿيل (حڪم، فرمان).

**نافذ ڪرڻ:** جاري ڪرڻ- صادر ڪرڻ (حڪم).

**نافذ العَمل:** ذ. هڪدم عمل ۾ ايندڙ حڪم.

**نافَرجامر:** ص. نالائق- اڻ سڌريل.

**نافرمانُ**: ص(ف) حڪم نـ مڃيندڙ. سرڪش.

**نافرماني**: ث. حڪم عدولي. سرڪشي.

**نافعُ**: ص(ع) نفعو ڏيندڙ. فائدي وارو - سودمند

**نافو**: ذ. مشڪ يا ڪستوريءَ جو ڳنڍيو.

**ناقابل**: ص(ع) ان لائق. نالائق. ناموزون. ان پڙهيل.

**ناقابل بَرداشت**: ص. نـ سهڻ جهڙو.

**ناقابل قبول**: ص. قبول نـ ڪرڻ جوڳو.

**ناقابل فهم**: ص. سمجهـ ۾ نـ اچڻ جهڙو.

**ناقبولي**: ث. يڪ سالي ڪنت واري زمين.

**ناقدُ**: ص(ع) پرکيندڙ. کري کوٽي جي پرک ڪندڙ. تنقيد ڪندڙ.

**ناقَدري**: ث. قدر نـ ڪرڻ - بي قدري.

**ناقصُ**: ص(ع) اڌورو - اڻپورو. خراب - بيڪار.

**ناقص العَقلُ**: ص. گهٽ سمجهه وارو. بيوقوف.

**ناقصي**: ث. گهٽتائي - اوڻائي - ڪوتاهي.

**ناقصيان نڪَنّ**: ناقصيءَ واري حالت مان نڪرڻ.

**ناقلُ**: ص(ع) نقل ڪندڙ. بيان ڪندڙ. راوي.

**ناقُور**: ث(ع) ڏاچي - اٺڻ.

**ناقُوسُ**: ذ(ع) وڏو ڪوڏ (جيڪو هندو فقير پڳتي وقت ڦوڪ سان وڄائين) - ڏنڊ - سنک.

**ناڪَ**: ذ. پيٽ مان لنگهڻ لاءِ سوڙهي جاءِ - لانگهو - ناڪو.

**ناڪابَندي**: ث. حد بندي. رستي تي پهرو - چونڪي. ٻاهر نڪرڻ يا اندر اچڻ جي روڪ.

**ناڪارَ**: ث. ناڪاري جواب - انڪار - نابري

**ناڪار ڪرڻ**: انڪار ڪرڻ - نابري وارڻ.

**ناڪارو**: ص. بي ڪمو - نڪمو - بيڪار. خراب.

**ناڪاريو**: ص. انڪار ڪندڙ - انڪاري. منفي - ناڪاري.

**ناڪاشتو**: ذ. غيرآباد زمين تي دل.

**ناڪامُ**: ص(ف) بي سوڀو - محروم. نااميد. بيڪار.

**ناڪامياب**: ص(ف) امتحان يا آزمائش ۾ ڪامياب نـ ٿيندڙ - فيل

**ناڪاميابي**: ث. ناڪامي. فيل ٿيڻ.

**ناڪامي**: ث. محرومي. نااميدي. بيڪاري.

**ناڪاميءَ جو مُنهن ڏسڻ**: ناڪام ٿيڻ. محروم ٿيڻ.

**ناڪَسُ**: ص(ف) نيچ. ڪميتو. هلڪو. خسيس. نالائق. اڻپورو. بي پهچ. لاچار.

**ناڪَسي**: ث. هيڻائي. ڪميڻپ. لاچاري. هلڪائي. نالائقي. مجبوري. غربت.

**ناڪَل**: ث. نـنڍڙي ٻار جو پيشاب وارو عضوو - لِلي.

**ناڪلاس**: ذ. اڻ سروي زمين.

**ناڪو**: ذ. رستي جو دنگ. گهٽي ڳليءَ جو لنگهه. محصول وصول ڪرڻ جي جاءِ. پوليس جي چونڪي.

**ناڪي بندي**: ث. گهٽ يا لنگهه بند ڪرڻ.

**ناڪي مُنشي**: ص. ناڪو يا محصول وٺندڙ منشي.

**ناڪيدارُ**: ص. ناڪي وارو - ناڪي منشي.

**ناڪِرتي**: ذ. نڪ جي وڏي چوٽي - ناسُ

**ناڪِي**: ث. مهار - ناڪيل.

**ناڪِيري، ناڪيلي**: ث. ڪنهن ڏک سبب نڪ مان وهندڙ رت - نڪير.

**ناڪيلَ، ناڪيلي**: ث. اٺ جي نڪ جي چوٽيءَ ۾ ٻڌل نوڙي - مهار.

**ناڪيليءَ ۾ ٻيهڻ**: حد اندر رهڻ.

**ناڪيلي هڻڻ**: ٿورو ڪرڻ - احسان ڪرڻ.

**ناڪوتو، ناڪوتو**: ذ. نڪ جي چوٽي.

**ناکو، ناکُئو**: ذ. ٻيڙي هلائيندڙ - ملاح - ٻيڙيائتو.

**ناگاه**: ظ(ف) اوچتو - اچانڪ.

**ناگر**: ذ. نـنگر جو رهاڪو - شهري ماڻهو.

**ناگر موٿ**: ث. هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**ناگرنٽ**: ص. چالاڪ.

**ناگري**: ث. هندي ٻوليءَ جو رسم الخط - ديوناگري.

**ناگُزير**: ص(ف) اٽر. لازمي.

**ناگُفتَہ**: ص(ف) نـ چوڻ جهڙي (ڳالهه. حالت).

**ناگوارُ**: ص(ف) مزاج جي خلاف - اڻ وڻندڙ.

**ناگهہ**: ظ(ف) اوچتو. بيخبريءَ ۾. ناگهان.

**ناگهان**: ظ(ف) اوچتو - اتفاق وارو.

**ناگهاني**: ظ. اوچتو - اچانڪ - اتفاق سان.

**ناگيل**: ذ. پرت ۾ پيريل ڳل. سرن جي هڪ ٻئي مٿان رکيل سٿي.

**نال**: ظ(سرائڪي) سان - گڏ - شامل.

**نالُ**: ذ. کوا جي داءَ ۾ لڳل رقم مان اهو حصو، جيڪو کٽيندڙ ادا ڪندو ۽ اڏي جو مالڪ وصول ڪندو. گهوڙي جي سنبن جي حفاظت لاءِ گولائون لوهي پٽ. بندوق جي نالي.

**نالان**: ص(ف) روئندڙ. دانهون ڪندڙ. شڪايت ڪندڙ. عاجز - تنگ.

**نالائق:** ص.اڻلائق.بدفضيلت.

**نالائقي:** ث.نااهلي.بدفضيلتي.

**نالت:** ث.لعنت جو بگاڙ- لعنت- جُٺ- ٺُڪ ٻجو.

**نالتي:** ص.لعنتي- نامراد- نفرت جوڳو.

**نالش:** ث(ف) دانهن ڪوڪ.فرياد.

**نالو:** ذ.نام- نانءُ- اسم.لقب.مشهوري- ڏاڪ.عزت.ساک.يادگار.

**نالو بد ڪرڻ، نالو ٻوڙڻ:** خوار ڪرڻ- بدنام ڪرڻ.

**نالو ٿيڻ:** مشهور ٿيڻ.ناموس ٿيڻ.

**نالو ٽنگجڻ:** قرضي ٿيڻ.ڪيس يا معاملي ۾ ڦاسجڻ.

**نالو پيدا ڪرڻ:** مشهور ٿيڻ- ناليرو ٿيڻ. ڪنهن غيرمعمولي ڪارنامي سبب شهرت ماڻڻ.

**نالو روشن ڪرڻ:** نيڪ نام ٿيڻ.مشهور ٿيڻ.

**نالو ڪڍائڻ:** نامي گرامي ٿيڻ.

**نالو ڪرڻ:** نالي ماتر ڪو ڪم ڪرڻ. ڪنهن تي الزام لڳائڻ.

**نالو نشان نه رهڻ:** بلڪل نابود ٿي وڃڻ.

**نالو وٺڻ:** ڄوٺي ڪٺڻ.چرچ ڪرڻ.الزام هڻڻ.

**نالو ئي نه رهڻ:** مٽجي وڃڻ- ميسارجي وڃڻ- نانءُ نشان نه رهڻ.

**نالي پائي:** ص.ساڳئي نالي وارو- هم نام.

**نالي جو:** ص.نالي خاطر.نالي ماتر- معمولي.

**نالي جو هئڻ:** ڪم ڪرڻ جيتري لياقت نه هجڻ.

**ناليرو:** ص.نالي وارو.ھاڪارو.مشهور.

**ناليرو ٿيڻ:** نالي وارو ٿيڻ- مشهور ٿيڻ.

**نالي چڙهڻ:** مشهور ٿيڻ.

**نالي چڙهيو:** ذ.مشهور.بدنام.نامي گرامي.

**نالي کي پاڻي ڏيڻ:** نالو قائم رکڻ. وڏن جي عزت ۽ ناموس برقرار رکڻ.

**نالي ماتر:** ص.فقط نالي ۾- نالي جو.تمام ٿورو- گهٽ.

**ناله:** ذ(ف) فرياد.آهوزاري- واويلا.

**نالي:** ث.موري- ڪسي. ڪني پاڻي جي ڪسي.اڏ.

**نام:** ذ(ف) نالو.شهرت- مشهوري.هاڪ- ڏاڪ.

**نام بردار:** ص.ناليرو- نامور.

**نام ڪڍيو:** ص.نامي گرامي- مشهور معروف.

**نام مالا:** ث.فرهنگ- لغت- ڊڪشنري.تسبيح- مالھ.

**نام نياڻي:** وڏو ماڻهو- امير (طنز طور چئجي).

**نام و نمود:** ذ.نالو نشان.

**نامه:** ذ(ف) چٺي- خط.لکت.

**نامهء اعمال:** ذ.اعمال نامو.

**نامه بر:** ص.خط رسائيندڙ- قاصد.

**نامه نگار:** ص(ف) خبر ڏيندڙ.خبر لکندڙ.اخبار جو خاطو- رپورٽر.

**ناماچار:** ذ.نالو- مشهوري.هل- ڏاڪو- هاڪ.

**نامانوس:** ص(ف) ناآشنا- اڻ واقف.

**نامبارڪ:** ص.نڀيڻ ٿيندڙ.منحوس.

**نامتناهي:** ص.بيحد- بي انتها- لامحدود.

**نامحرم:** ص(ع) اڻ واقف.ڌاريو- اوپرو- غير.اهو ماڻهو جنهن سان مُنهن لڪ نه هجي.

**نامدار:** ص(ف) نالي وارو.مشهور.

**نامراد:** ص(ف) ناڪام.محروم.بدنصيب.

**نامرادي:** ث.ناڪامي.محرومي.نياڳ.

**نامرادي ڇڏائڻ:** نحوست کان نجات ڏيارڻ.

**نامرد:** ص(ف) مردانه طاقت کان خالي.مڙسيءَ کان سواءِ.ڊڄڻو- بزدل.

**نامرد ڪرڻ:** خصي ڪرڻ- کدڙو ڪرڻ.

**نامردي:** ث بزدلي.

**نامزد:** ص(ف) ڪنهن ڪم لاءِ مقرر ڪيل.

**نامزد ڪرڻ:** مقرر ڪرڻ.منسوب ڪرڻ.

**نامساعد:** ص(ف) ناسازگار- اڻ موافق (حالتون).

**نامعدود:** ص.ڳڻتي کان ٻاهر- بي انداز.

**نامعقول:** ص(ف) اڻ ٺهندڙ.نامناسب.بيوقوف.

**نامعلوم:** ص(ف) ناواقف- اڻ واقف.اڻ سڃاتل.

**ناممڪن:** ظ(ع) اڻ ٿيڻي

**نامناسب:** ص(ع) غيرمناسب- ناموزون.اڻ ٺهندڙ.

**نامنظور:** ظ(ع) ناپسند.رد.

**نامنظور ڪرڻ:** نه مڃڻ- انڪار ڪرڻ.رد ڪرڻ.

**نامو:** ظ(ف:نامه) خط- چٺي.لکت.

**نامو:** ذ.حصو- پتي- ورڇ- ڀاڱو.

**ناموافق:** ظ(ف) اڻ سهائيندڙ.اڻ ٺهندڙ.ناگوار.

**ناموافقت:** ث.اڻ ٺهندي.اڻ برابري.

**نامور:** ص(ف) نالي وارو.مشهور.هاڪارو.

**ناموري:** ث.مشهوري.ناموس.نيڪي.

**ناموزُون:** ط (ف) بي جوڙ. ان سهائيندڙ.

**ناموس:** ث (ع) آبرو- لڄ. جيڪا ڳالهه عزت جو باعث هجي. ننگ- غيرت.

**نام نهاد:** ص. نالي جو- فقط نالي ۾.

**نامي:** ص (ف) مشهور- نامور- نالي وارو.

**نامي گرامي:** ص. عام مشهور- چاتل سڃاتل.

**ناميو:** ص. ناليرو. مشهور. نالي چڙهيل.

**نانُ:** ذ (ف) ماني. تنور جي پڪل خميري واري خاص ماني.

**نان بُخارا ڪرڻ:** پيٽ پرڻ- مفت ۾ ڏؤ ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ.

**نان جوين:** ذ. جون جي رکي سڪي ماني.

**نان نفقو:** ذ. ماني ۽ ڪپڙو لٽو. گهر جو خرچ.

**نانا:** ط. طرحين طرحين- قسمين قسمين.

**نانا پرڪارَ:** ذ. قسمين قسمين تماشا. رنگا رنگي نظارا.

**نانائ:** ذ. ماءُ جا مائٽ- ناني جي آڪهه.

**نانائي ڏوري لنگهڻ:** حيا شرم ڇڏي ڏيڻ- بيحيا ٿي بيهڻ.

**نانائي رڳ ڇڪڻ:** تخم جو اثر ٿيڻ- بنيادي ڇڪ ٿيڻ.

**ناناڻڪا:** ص. ناني جي آڪهه- ناناڻا.

**نانجهائي:** ث. نظر جي ڪمزوري. ڪوٽ- گهٽتائي. ضعيفي.

**نانجهو:** ص. جهڪي نظر وارو. ڪنگال. هيٺو- ڪمزور- نستو.

**نان خطائي:** ث (ف) ڪند ۽ ميدي مان نهيل خاص قسم جي ٽڪي.

**نانڊ:** ث. پاڻي ٻرڪڻ لاءِ ننڍڙو ڪونار- ناد.

**نانڪُ:** اسم خاص. گرو نانڪ- سکن فرقي جو باني (سنه 1469-1529ع).

**نانڪ پنٿي:** ص. گرو نانڪ جا پوئلڳ.

**نانڪ شاهي:** ذ. فقيرن جو هڪ گروهه. هڪ آڳاٽي سڪي جو نالو.

**نانگُ:** ذ (سن: ناگ) سَپُ. ڪارو نانگ.

**نانگا:** ذ. هندو فقيرن جو هڪ فرقو. اگهاڙا.

**نانگر وَل:** ث. ترم ٿيندڙ وَل جو هڪ قسم.

**نانگ ڦڻ:** ث. هڪ قسم جو زهري ٻوٽو (جنهن ۾ نانگ جي ڦڻ جهڙيون ٺاريون ٿينديون ۽ ان ۾ زهريلا ڪنڊا ٿين).

**نانگ ڪيسر:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**نانگلو:** ذ. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

**نانگلي:** ث. هڪ قسم جو اوپڙ (برسات جي موسم ۾ ٿئي، اچا ۽ ڳاڙها داڻا ٿين. اناج جي جنس وانگر).

**نانگڻ:** ث. نانگ جي مادي. پرت جو هڪ قسم.

**نانگو:** ص. اگهاڙو- ننگو. اهو ساڌو جيڪو اگهاڙو رهي. (ث. نانگي).

**نانگو ٿي نچڻ:** بيشرم ٿي بيهڻ- لاهي پاهي بيهڻ.

**نانگو نپٽو:** ص. اولاد ڪان سواءِ- بي اولاد.

**نانگو نپٽو:** ص. چڙو چاند- اڪيلو. جنهن جو ڪو اوهي واهي نه هجي- نڌڻڪو.

**نانگيل:** ث. پاڻ جي ول.

**نانگيل قوسيل:** ذ. ٻارن جي راند. ٻارن جي راند جو اصطلاح.

**نانو:** ذ. ماءُ جو پيءُ.

**نانوائي:** ص. ماني پوڙناهي وڪڻندڙ. حلوو پوري وڪڻندڙ.

**نانه، نانهن:** ث. نفي- نه. عدم. نيستي.

**نانءُ:** ذ. نالو- اسم. ناموس.

**نانءُ چڙهيو:** ص. نالي چڙهيو.

**نانءُ نشان:** ذ. اُهڃاڻ- آثار. پاريتو.

**ناني:** ث. ماءُ جي ماءُ.

**نانيءَ ويڙهو ڪرڻ:** پنهنجن کي ورسائڻ. فقط پنهنجن کي فائدو رسائڻ.

**ناني ياد اچڻ:** سخت مصيبت ۾ جڪڙجڻ.

**ناني:** اسم خاص. بلوچستان ۾ هاڙهي جبل وٽ هڪ تيرٿ جو نالو (جتي جوڳي فقير ياترا لاءِ ويحن).

**ناواقف:** ص (ف) غير واقف. اڻڄاڻ. ناتجربيڪار.

**ناواقفيت:** ث. اڻ واقفيت.

**ناڻو:** نقدي- روڪڙ. ڌن- دولت. رقم.

**ناڻو ڇپڻ:** گهڻي مهانگائي ٿيڻ.

**ناڻو نينهن توڙ هڻڻ:** دولت سبب محبت ٽٽڻ.

**ناوَ، ناءُ:** ث. ٻيڙي- ڪشتي- ٻتيلو.

**ناوَڪ، نائُڪ:** ث (ف) تير- ٻاڻ.

**ناوڪ انداز:** ص. تير هلائيندڙ- تير انداز.

**ناوَڪُ:** ذ. ٻيڙي- ڏونڊي.

**ناولُ:** ذ (انگ) وڏي ڪهاڻي.

**ناوَل نگار:** ناول لکندڙ.

**ناوليٽ:** ذ. ننڍو ناول- مختصر ناول.

**ناوٽي:** ث. واڍن جي رنبي ۽ ۾ پيل ڪاٺ جو ڳن.

**ناوو:** ذ. ڪتي يا سوسي ۽ اُٺ وقت ڇڏيل پهريون ڇيڙو- ڏهي.

**ناهَرُ:** ذ. بگهڙ (جانور)- گُرگ.

**ناهري:** ذ. سنبت سال جو نائون مهينو.

**ناهَموار:** ص(ف) هيٺ مٿي- بنا سنوَت جي (پٽ. زمين) - ڪرُٻرُ.
**ناهَنجار:** ص(ف) بد چال. ڪميتو. نالائق. ڪپوت.
**ناهيدُ:** ذ(ف) زهروگرهه.
**نائبُ:** ص(ع) ماتحت- اسسٽنٽ. قائم مقام- عيوضي.
**نائٽ:** ث(انگ) رات- شب- ليل.
**نائٽ اسڪول:** ذ. رات واري شفٽ ۾ هلندڙ اسڪول.
**نائٽ ڪلب:** ذ. رات جو ناچ گاني لاءِ مخصوص جاءِ.
**نائٽ ڪوچ:** ذ. ڏور مسافري لاءِ رات جو هلندڙ تيز گاڏي.
**نائٽروجَن:** ذ(انگ) هڪ بي رنگي ۽ بي ذائقي گئس.
**نائر:** ذ. ناريل (ميوو).
**نائڙي:** ث. قوري- آنتي (ڏاڳي جي).
**نائڪُ:** ذ. هڪ فوجي عهديدار (جنهن جي هٿ هيٺ ڪي سپاهي هجن). پنيوالن جو اڳوان. راڳ جو ماهر (جيڪو ڪي نوان راڳ جوڙي).
**نائڪو:** ذ. (بني ۽ باري جو لفظ) ديگهه ۾ ننڍي اڏ.
**نائڻُ:** م. نمائڻ- جهڪائڻ. هيٺ ڪرڻ (ڪنڌ). اوتڻ (پاڻي).
**نائي وجهڻ:** رتورت ڪرڻ- خون مان پرڻ.
**نائو:** ذ. جنڊ جي تار يا مڪڙي مان اٿي صاف ڪرڻ جي اڳڙي. تاڃي ۽ جون اڻ اُٽيل تندون. جيڪي اوجي کان پوءِ وڌي چڏ جن- ڏهيون. مَس ڪپڙي ۾ وجهڻ لاءِ سڻ يا سڻي ۽ جي ڪوٺ.
**نائُو:** ذ. درياءَ جي ڇاڙ- ڪاري.
**نائُون:** ص. سلسلي ۾ نون نمبر وارو.
**نائُونوش:** ذ(ف) عيش عشرت. شراب ڪباب.
**نائي:** ص. حجم.
**نائيلون:** ذ(انگ) ڪپڙي ۽ بين شين ٺاهڻ ۾ ڪتب ايندڙ هڪ هنرڏو مرڪب.
**نائين:** ث. زخم ۾ وجهڻ لاءِ دوا مان پريل ڪپڙي جي وٽيل اڳڙي.
**نايُون وجهڻ:** سخت ايذاءُ رسائڻ.
**نايابُ:** ص(ف) اهڙي شيءِ جيڪا اوڙلي هٿ اچي- نادر. قيمتي- اُملهه.
**نبُ:** ذ(انگ) اسٽيل- انڊين وغيره جي لوهي چهنب.
**نَبابُ:** ذ. "نواب" جو بگڙ- نواب- امير.
**نباتَ:** ث(ع) مٺاڻ جو هڪ قسم. قند- مصري. کنڊ جي چٽن مان ٺهيل مخروطي ٽڪي.
**نباتات:** ث(ع) اوپڙ (وڻ ٽڻ. ٻوٽا. گاهه وغيره). ساوڪ.
**نبارُ:** ص. خالص- نج. پاڪ صاف. اصلي- سچو.
**نَباضُ:** ص(ع) نبض ڏسندڙ. نبض شناسي ۾ مهارت رکندڙ. ماهر طبيب.
**نَباضي:** ث. نبض شناسي.
**نباهُ:** ذ. گذارو- رفاقت- گذربسر. ميلاپ. قربت. واعدي وفائي. وفاداري.
**نباهڻ:** م. بسر ڪرڻ- گذارڻ- گهارڻ. پارڻ (انجام). رفاقت ڪرڻ. وفاداري ڪرڻ.
**نباهو:** ص. نباهيندڙ. اٽل- قائم.
**نبَترُ:** ص. بدحال. هيتو.
**نَبرد:** ذ(ف) لڙائي.
**نَبرد آزما:** ص. جنگجو- بهادر.
**نبرڻُ:** م. پچائي ٿيڻ. خاتمو ٿيڻ. فيصلو ٿيڻ. مڪمل ٿيڻ. توڙ رسڻ.
**نبريل:** ص. صفا چٽ. ختم ٿيل. فيصل ٿيل. توڙ تائين پهتل.
**نَبض:** ث(ع) ناڙ- رڳ- نس. شريان.
**نبض بُڏڻ:** نبض جي رفتار سست ٿيڻ.
**نبض سڃهي ڪرڻ:** سڀاءُ مان واقف ٿيڻ. عادت يا چال سڃهي ڪرڻ.
**نُبوتَ:** ث(ع) الاهي احڪامات ماڻهن تائين رسائڻ جو عمل. پيغمبري- رسالت.
**نبُولي:** ث. ڳچي ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.
**نَبوي:** ص. نبي ۽ سان نسبت رکندڙ.
**نبهَڻُ:** م. نباهه ٿيڻ. گذرڻ (وقت). رفاقت رهڻ. گذر ٿيڻ. نبرڻ.
**نبي:** ذ(ع) الاهي احڪام رسائيندڙ. پيغمبر- رسول.
**نَبي مُرسَل:** ذ. اهو نبي جنهن تي ڪتاب لٿو هجي- صاحب ڪتاب نبي.
**نَبيذُ:** ذ(ع) شراب.
**نبيرڻ:** م. ختم ڪرڻ. فيصل ڪرڻ. حل ڪرڻ. چيهه ڪرڻ. وهنوار ختم ڪرڻ. تڪميل ڪرڻ.
**نبيرو:** ذ. فيصلو. پچائي- خاتمو. توڙ. نياءُ- انصاف. اُڪلاءُ.
**نبيرو ڪرڻ:** نياءُ ڪرڻ- فيصلو ڪرڻ.
**نَبرُ، نبَلُ:** ص. ڪمزور- هيٺو- اپرو.
**نَڀُ:** ذ. آسمان- اُڀ.
**نڀاڳُ:** ص. بدبختي- ندوراڻي- ڪم نصيبي.
**نڀاڳائي:** ث. نڀاڳ.
**نڀاڳو:** ص. بدنصيب- اڀاڳو- ڇندو- ندورو. منحوس. (ث. نڀاڳي).
**نڀائڻ:** م. نباهڻ. بسر ڪرڻ.
**نڀائي:** ث. اها عورت جنهن کي پيءُ نه هجي (زالون هڪٻئي کي پاراتي طور چون).
**نپَندو:** ص. توڙ تائين نباهه ڪرڻ وارو- نڀهندو.

**نيُو:** ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جا پن وهنجڻ ۽ ڪپڙا ڌوئڻ وغيره جي ڪم اچن).

**نيُور:** ص.نهايت-تمام (ڪارو).

**نَتَ:** ث (ع: نطع) ڪپڙي جي مٿان وڌل چمڙي جو پوش.

**نتُ:** ظ.هميشه-سدائين.دائم.

**نت نئون:** ظ.اڳئين کان اڳرو.

**نتارَڻ:** م.ڏتارڻ.آترائڻ.

**نتانتَ:** ظ.هڪدم-بلڪل.

**نَتائِجُ:** ذ(ع) نتيجا.

**نترَڻ:** م.آترڻ-آترجڻ.اُجروٿيڻ.

**نت نت:** ظ.هميشه-سدائين.هرروز.

**نتيتا:** ث.هميشگي-دوام-ابدي حيات.

**نتيجو:** ذ (ع) غرض-مطلب-ماحَصل.آخر-خاتمو.انت-انتها. ڦل.بدلو.امتحان جو فيصلو-رزلٽ.

**نتيجو ڀوڳڻ:** ڪئي جي سزا لوڙڻ.

**نَٿَ:** ث.هڪ قسم جو ڳهه (سونو ڳهه.جيڪو فقط سهاڳڻيون نڪ ۾ پائين).ڏڳي جي نڪ ۾ ٻڌل رسي.

**نَٿ هڻڻ:** اٺ کي نڪ ۾ نوڙي وجهڻ.قابو ڪرڻ.مطيع ڪرڻ.

**نَٿائُون:** ص.بي ٿانيڪو-اڻ هند و.رولاڪ.

**نَٿَر:** ص.نڪ ٽوپيل-نٿ سان.ماٺهوءَ جو نالو.

**نَٿڙِي:** ث.ترار ۾ پيل منڍي يا ڇلو.ننڍڙي نٿ.

**نَٿَڻ:** م.ڏڳي يا اٺ کي نڪ ۾ رسي هڻڻ-نٿ هڻڻ.

**نَٿور:** ث.ننهن جي پاسي واري ڪنڊ يا نوڪ.

**نَٽُ:** ذ (سن) رسي تي تماشو ڏيکاريندڙ بازيگر.نخرو-انگل.

**نَٽ شَٽ:** ذ.نازنخرا-فيشن.

**نَٽ شَٽ ڪرڻ:** اجايا ٽينٽال ڪرڻ. حرفت هلائڻ. ڪوڙي خوشامد ڪرڻ.

**نَٽ نَٽاءُ:** ذ.گوهي بهانو-گوٽنات.

**نَٽَ نخرو:** ذ.نازنخرو-انگل ماتو.

**نَٽُ:** ذ (انگ) پيچدار لوهي ڪِلي.

**نٽاءُ:** ذ.نٽائڻ جو عمل.

**نَٽائِڻُ:** م.لنوائڻ.اڻ ٻڌو ڪرڻ.گسائڻ-گوهي ڪرڻ.ناغو وجهڻ. بهانا ڪرڻ.گوٽنات ڪرڻ.

**نَٽائُو:** ص.نٽائيندڙ.گسائيندڙ-گوسڙو.

**نَٽ بُلٽ:** ذ.نٽ ۽ ان کي قابو ڪندڙ پرزو.مشينري ۽ جا پرزا.

**نَٽ بُلٽ ڍرا ٿيڻ:** ڪاباڙو ٿيڻ.دماغ خراب ٿيڻ.

**نَٽ کَٽ:** ص.نازنخري وارو-نخريلو.

**نَٽوائِي:** ث.کل-مسخري.خوشطبعي.

**نٽُور:** ص.ناچ ڪندڙ-ناچو.

**نٽَهَڻ:** ث.اُس-تيزاُس-سخت گرميءَ واري اُس.

**نَٽي:** ص.نازنخرو ڪندڙ-نخريلي.

**نٺُرُ:** ص.بي ڇيو.ضدي.نوڙ-جنهن تي چوڻ چائڻ ڪو اثر نه ڪري.

**نٺرتا:** ذ.هوڏ-ضد.بيرحمي.

**نٺرپائِي:** ث.ضد.هوڏ.

**نَثار:** ذ(ع) نثر لکندڙ-نثر نويس-ناثر.

**نثارُ:** ص(ع) گهور-صدقي-قربان-ٻلهار.عاشق.

**نثار ٿيڻ:** صدقو ٿيڻ-قربان ٿيڻ-گهوري وڃڻ.

**نثار ڪرڻ:** گهورڻ-نڇاور ڪرڻ.

**نَثُر:** ذ (ع) اها عبارت جيڪا شعر ۾ نه هجي.تحرير-لکت.

**نثر نويس:** ص.نثر ۾ مضمون لکندڙ.مضمون نگار.ليکڪ.

**نَثري:** ص.نثر وارو-نثر سان لاڳاپو رکندڙ.

**نثري نظم:** ذ.نثر واري نموني تي لکيل آزاد نظم.

**نَپُ:** ذ.ٻن ڪانين کي ملائڻ لاءِ ترڇي وڍ وارو جوڙ يا ڳنڍ.

**نَپ ڪرڻ:** ڀڃرن جا مُنڍ گهڙڻ.يا ڪرپائڻ-ڳر لڳڻ.

**نپائڻُ:** م.پالڻ-پرورش ڪرڻ.پالي وڏو ڪرڻ.

**نپائنهار:** ص.سانڍيندڙ-تاتيندڙ-نپائيندڙ.

**نپايل:** ص.پالي وڏو ڪيل.سانڍيل-پاليل.

**نپٽر:** ص.چٽ-برباد-تباه.خراب-ڪنو.ڏٻرو-ضعيف.

**نپٽُ:** ظ.پوريءَ طرح-مڪمل طرح.بلڪل.

**نپُٽو:** ص.جنهن کي پُٽ پهي نه هجي-بي اولاد.نياڳو-منحوس. (ث.نپُٽي).

**نپجَڻُ:** م.پلجي وڏو ٿيڻ.پرورش ٿيڻ.پلجڻ-سانڍجڻ.

**نپَل:** ذ (انگ) چوسني-ٻبي.

**نپُوڙُ:** ث.چپ-پيڙ.

**نپُوڙڻ:** م.چپ ڏيڻ.ڇپي رس ڪڍڻ.پاڻي ڪڍڻ.ڇپياٽڻ.

**نپهِري:** ث.جتي ڪا ٻه پهر نه هجي-سنسان هنڌ.

**نجُ:** ص.پنهنجو-ذاتي-خانگي.نبار-صاف-سچو-اصلي.

**نَجابَت:** ث(ع) اشرافت.خانداني اصالت.

**نجاتَ:** ث(ع) رهائي-آزادي-ڇوٽڪارو.

**نجات:** ص.بنا ملاوت-نج-نبار.

**نجاسَتَ:** ث.(ع) گندگي-پليتي-ناپاڪي.غلاظت.

**نجُ پجُ:** ظ.هوبهو-ساڳيو-نس پس.

**نَجد:** ذ(ع) مٿاهين زمين.(اسم خاص) عربستان جي هڪ مشهور شهر جو نالو.

**نجران:** ث.ظاهر-آشڪار-پڌرو.

**نَجسُ:** ص(ع) گندو-پليت-ناپاڪ.

**نَجف:** ذ.اها جاءِ جتي پاڻي چڙهي نہ سگهي.(اسم خاص) عراق ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي مزار شريف واروهنڌ.

**نجڪاري:** ث.خانگائڻ واروعمل-پرائيويٽائيزيشن.

**نَجمُ:** ذ(ع) تارو-ڪوڪب.

**نجم شناسي:** ث.تارن سڃاڻڻ جو علم-جوتش-نجوم.

**نجو:** ص.ذاتي-خانگي.خالص-نج-نبار.(ث.نجي).

**نُجومُ:** ذ(ع) نَجم جو جمع.تارا-ڪواڪب.تارن جي اُڀرڻ لهڻ وغيره جو علم-جوتش وديا.

**نَجُومِي:** ص.تارن،گرهن،سج چنڊ وغيره جي علم جو ماهر.

**نجي:** ص.ذاتي-پنهنجو-خانگي.

**نَجيبُ:** ص(ع) اشراف.اعليٰ نسل جو.خانداني.

**نَجيبُ الطرفين:** ص.ماءُ پيءُ جي طرفان صحيح نسب.

**نَجيترو:** ص.ڪمزور-ضعيف.لاچار-عاجز.نندو.

**نَجاڻ:** ظ.مَجاڻ.متان.اوچتو.

**نَجاڻا:** ظ.شايد-الاجي-جيڪس.

**نجهرڻُ:** م.ٻُرڻ-جهجڻ.ٻَڪتيءَ ۾ ٻرڻ.هيٺوٿيڻ-ڏٻروٿيڻ.

**نجهرو:** ذ.جهوپو-اجهو-گهر.بستي-جوءِ.

**نجاڻا:** ظ.شايد-جيڪر-نجاڻا.

**نَچَ:** ث.نچڻ جو عمل-ناچ-رقص.

**نچ:** ظ.نتُ-هميشہ.پليءَ پت.پَلي ڪري.

**نچ چوڻ:** پليڪار ڪرڻ-خوش آمديد چوڻ.

**نَچائڻُ:** م.ناچ ڪرائڻ-رقص ڪرائڻ.اشارن تي هلائڻ.هيٺ مٿي ڪرڻ.پريشان ڪرڻ.

**نچڪڻو:** ذ.نَڪچڻو-وارن کي چوندڻ جو اوزار-چمٽي.

**نَچڪو:** ذ.ناچ.ٽپ ڏيئي نچڻ.نچڻ ڪڏڻ.

**نَچڪو ٽَپڪو:** ذ.نچڻ ٽپڻ واري حالت.

**نَچنانگ:** ذ.دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جي پاڙ.

**نَچنگ:** ظ.اوچتو-اچانڪ-اُمالڪ.

**نَچَڻُ:** م.ناچ ڪرڻ-رقص ڪرڻ.ٽپڻ ڪڏڻ.خوشيءَ مان ٽپ ڏيڻ.

**نچڻ ٽپڻ:** نچڪو ڪرڻ-ٽپا ڏيڻ.

**نَچڻي:** ث.ناچو عورت-رقاصہ-ناچڻي.

**نچورُ:** ذ.رس.روح-جوهر.خلاصو-تت.نتيجو.نپوڙ.

**نچورڻُ:** م.نپوڙڻ.پاڻي ڪڍڻ.عرق ڪڍڻ.

**نچوئڻُ:** م.ٿانءَ ۾ لڳل پاڻيٺ (تيل گيهہ وغيره) کي چڳيءَ طرح اُگهڻ.چوپائي ۾ کير جا رهيل پاندا ڏهي ڪڍڻ.

**نِچَ:** ث.نڪ مان زور سان آيل ڦوڪارو (جنهن سان گهڻو ڪري مغز مان بہ هوا نڪري)-ڇڪَ.

**نِچون ڏيارڻ:** تنگ ڪرڻ.هيسائڻ-دٻائڻ.

**نِچارڻ:** م.جدا ڪرڻ-چوندڻ-صاف ڪرڻ.

**نِچاوَر:** ذ.صدقي ڪيل شيءِ-گهور.

**نَچِتَرُ:** ذ(سن: نڪشتر) نکٽ.تارو.تارن جو ميڙ.آسمان ۾ چنڊ جي رستي جا اٺاويهہ گهر يا منزلون (اُهي تارن سان سڃاتا ويندا آهن.جيئن: ڪَتي،هرڻ،گهر،کوهُ،کٽ،شينهن،تيڙ وغيره).

**نِچِتو:** ظ.سڌو سنئون-پورو.(ص) اڻ ڇهيل.

**نَچِڏ:** ص.نہ ڇڏيندڙ-مَچڏو.

**نچِڙڻ:** م.سامت ۾ اچڻ.نبيرڻ-چُڪتو ٿيڻ.جدا ٿيڻ-الڳ ٿيڻ.

**نَچِڻَ:** ص.نہ ڇڏيندڙ.ثابت قدم.ارادي جو پڪو.

**نِچوڙڻ:** م.فيصلو بيهارڻ-نبيرڻ.کولي ٻڌئڻ.نروار ڪرڻ.ڏار ڪرڻ.

**نَحرُ:** ذ(ع) ذبح-قرباني.

**نحر ڪرڻ:** (ميت کي) دفنائڻ.

**نَحسُ:** ص(ع) نياڳو-بَد-منحوس.

**نَحل:** ث(ع) ماکيءَ جي مک.قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

**نَحُو:** ذ(ع) اهو علم جنهن سان ٻوليءَ ۾ لفظن.جملن.فعلن وغيره جي گردانن جي ڄاڻ ٿئي.

**نَحوي:** ص.علم نَحو جو ماهر.

**نَحوي نباوَت:** ذ.گرامر موجب جملن جي ترڪيب.

**نَحوسَت:** ث(ع) نياڳ-بدبختي-شومت.

**نَحيفُ:** ص(ع) اِيرو-ڏٻرو.نازڪ.ضعيف.

**نُختو:** ذ.نتطو-تبڪو.اُن جي سنج جو هڪ قسم-بوتڙو.

**نُختي:** ث.مناٺيءَ جو هڪ قسم-بوندي.

**نَخچِير:** ذ(ف) شڪار ڪيل جانور-شڪار.

**نَخرو:** ذ(ف)انگل- ناز- ماتو.غمزو-لاڏ.بهانو.

**نخرا ڪرڻ:** انگل ڪرڻ- ماٺا ڪرڻ.بهانا ڪرڻ.

**نَخري بازُ:** ص.نخرا ڪندڙ- نخريلو.انگلي.

**نخري بازي:** ٺ.انگل.لاڏ- ماٺا.بهانا.

**نَخريلو:** ص.نخريباز.(ٺ.نخريلي).

**نَخَلُ:** ذ(ع)کجيءَ جو وڻ.وڻ- درخت.

**نَخلستانُ:** ذ.ريگستان ۾ اُهو هنڌ جتي وڻ هجن.

**نَخلو:** ذ.واڍڪي اوزار جو هڪ قسم.

**نُخُوَتَ:** ٺ(ع)غرور- گهمنڊ.تڪبر.فخر.هَٺ.

**نَد:** ذ.ندي- درياءُ(پنج ند= پنج درياءَ).بدبختي- نڀاڳائي.

**ندا:** ٺ(ع)آواز- سڏ.سڏڻ جو آواز.صدا.

**ندارَت:** ص(ف:ندارد= بناٺَمر جي)نلهو- سڪتو.بيڪار- نڪمو.

**نَدافُ:** ذ(ع)پيڃارو- حلاج.

**ندامَت، نَدامَت:** ٺ(ع)شرمندگي.پشيماني- پڇتاءُ.

**نُدرَتَ:** ٺ(ع)عمدگي- خوبي.انوکائي.

**نَدم:** ذ.پشيماني- شرمندگي.

**ندورو:** ص.ڏليل- پنڪندڙ- رولو.نڀاڳو- ڪمبخت- چندو.

**نَدوَه:** ذ(ع)انجمن- سڀا- جماعت.

**نَدِي:** ٺ.ننڍو درياءُ.درياءُ.نئِن.واهڙ.

**نَدِيدو:** ص(ف)جنهن ڪجهه نه ڏٺو هجي.جنهن ڪڏهن سُٺو کاڌو نه چکيو هجي.سِڪتو.ٻين جي کاڌي ۾ جوهه وجهي ڏسندڙ.بيشرم- بي نڪو.

**نَدِيمُ:** ص(ع)دوست- ساٿي.

**نڊ:** ظ.مُنڍيا پُڇاڙي.شروعات.خاتمو- ڏنگ.آخر- توڙ.

**نَڊَانُ:** ظ.آخرڪار- پوءِ- نيٺ- بعد ۾.

**نَڊان قيمت:** مقرر ٿيل اگهه- آخري قيمت.

**نَڊان ڪرڻ:** انتها ڪرڻ- حد ڪرڻ- پڇاڙي ڪرڻ.

**نَڊَاڻُ:** ذ.ڪٽنب- خاندان.ڌن- دولت.گهر- جڳهه- مڪان.

**نَڊَرُ:** ص.بي سهاري.بيواهه- بيوسيلي.بي پهچ.ويچارو- لاچار.

**نَڊَڪُ:** ص.نڌڻڪو- بيواهو.

**نَڊَڻ:** م.سامان سَٽڻ.بار وجهڻ(اُن تي).

**نڌڻڪائِي:** ٺ.لاوارثي.لاچاري.اڻ سرڻ.

**نَڌڻڪو:** ص.جنهن جو ڪو به مٽ مائٽ نه هجي.جنهن جو ڪو ڌڻي ڌوڻي نه هجي- لاوارث.بيواهو- غيباتو.رولاڪ.ڏتڙيل.(ٺ.نڌڻڪي).

**نڊرُ:** ص.نه ڊڄندڙ.بي ڊپو- دلير.

**نَذَرُ:** ذ(ع)صدقو- قرباني.باس- سکا.وڏي ماڻهو کي پيش ڪيل نذرانو.

**نذر ڏيڻ:** صدقو ڪرڻ.سپرد ڪرڻ.سُکا ڏيڻ.

**نَذرانو:** ذ(ف)تحفي طور ڏنل شيءِ.صدقو.

**نَذِير:** ص(ع)ڊيڄاريندڙ- خدا جو خوف ڏياريندڙ.نبي سڳوريءَ ﷺ جن جو لقب.

**نَرُ:** ذ(ف)مذڪر(ماڻهو، جانور، ساهوارو، ٻوٽو، وڻ).جنس مذڪر.مرد.مڙس.بهادر- پهلوان.

**نَر پکي هڪلجڻ:** سخت چڙڪسي هجڻ.اهڙو پردو، جو پکي به اُڏامي اندر نه اچي.

**نَرگهٽو:** ص.جبرو- جاٺو.ڏٽو مٺو.شهوتي- ڪامي.

**نَرُ مادِي:** ذ.جوڙو- جفت(مذڪر ۽ مؤنث جو).

**نِر:** حرف جر(سن)کان سواءِ- بغير- بنا- ري.

**نِر اَپراڌي:** ص.بيڏوهي- بيگناهه.

**نِراجُ:** ذ.(سن)لاقانونيت- انارڪي.

**نِراجِي:** ص.باغي- حڪومت دشمن- انارڪسٽ.

**نراچِڙِي:** ٺ.اک جي مٿان ڀروئن جي گولائيءَ واري جاءِ.

**نِراسَ:** ص(سن)نااميد- مايوس.محروم.دلگير.

**نِراسائِي:** ٺ.نااُميدي.اُداسي.مايوسي.

**نِراڙُ:** ص.پيشاني- نرڙ- جَبين.

**نِرالو:** ص(سن)جدا- الڳ.نيارو- انوکو.عجيب.(ٺ.نرالي).

**نِرالي حالت:** ٺ.انوکي ڳالهه- اِستثنا.

**نِرالي طبيعت:** ٺ.خاص مزاج- انوکي فطرت.

**نِراهُ، نِرهُ:** ص.محروم- نااميد.

**نِرائِي:** ٺ.پاڪائي- نرملتا- پوتر هئڻ واري حالت.

**نِرت:** ٺ.نظر- نگاهه.اک.بصارت.(سن)ناچ- رقص.

**نِرتڻ:** م.نهارڻ- جاچڻ- چتائڻ.

**نِرتو:** ظ.نظر کي سامهون- سِڌو.

**نِرتَئُون:** ظ.نرت سان.ڌيان سان.

**نِرتي تَند:** ٺ.ساز جي وڄت جي سُرت سمجهه واري تند.

**نِرجائِي، نِرجائِي:** ٺ.ضد- تيسو.نئرتائي.

**نِرجو، نِرجو:** ص.نڪ جو ڏاڍو- بيشرم.بي حيو.ضدي- نئر.

**نُرخُ:** ذ(ف:نِرخ)اگهه.ملهه.قيمت- بَها.

**نَرخنامو:** ذ.بازار جي اگهن جي لسٽ- اگهوتري.

**نَردُ:** ذ.مهرو.قيمتي تحفو.

**نَرَڙُ:** ص.چالاڪ-هوشيار.ڏاڍو-بهادر-پهلوان.

**نِرڙُ:** ذ.پيشاني-نراڙ.

**نَرڙائي:** ث.ڏاڍجواني-ڏاڍمڙسي.

**نَرڙو:** ذ.ڌمڪا-خوف-ڊپ.

**نَرڙو ڪڍڻ:** ڏاڍيان ڳالهائڻ-جهيڙو ڪرڻ.

**نَرسَ:** ث(انگ) دائي.مريض جي سنڀال ڪندڙ عورت.

**نِرسُ:** ص.ڪَسو-اڻپورو-ڪَنل.ملاوتي-گڏيل.

**نِرسائي:** ث.گهٽتائي-کوٽ-ڪمتري.

**نَرسري:** ث.(انگ) گلن ٻوٽن جي پورش جي جاءِ.

**نَرسنگ:** ث(انگ) مرهم پٽي.نرس جو ڪم-تيمارداري.

**نَرسَنگو:** ذ.وڄندڙ سِنگ-توتاڙو-سِگڙي (سز).

**نَرغو:** ذ(ف) شڪار جي اصطلاح ۾ ماڻهن جو اهو ٽولو جيڪو ٽَڙ ڪري شڪار کي ورائي شڪاريءَ جي سامهون آڻي. هجوم-پيڙ.گهيرو.

**نَرغي ۾ اچڻ:** حصار ۾ اچڻ-گهيري ۾ اچڻ.ڦاسجي پوڻ.

**نَرڦوتو:** ذ.وڏي ايلاچي (خوشبودار مصالحو).

**نَرڪُ:** ذ(سن) نرڳ-دوزخ.

**نرکَ:** ث.جاچ-چڪاس.پرک-آزمودو.

**نَرگس:** ذ.هڪ قسم جو گلءِ ٻوٽو.

**نَرڳُ:** ذ(سن) دوزخ-جهنم.عذاب.(ص) ڪِنُ-گندگي.پليتي.

**نَرڳي:** ص.دوزخي.گدلو-غليظ.

**نرگهٽُ، نِڙگهٽُ:** ذ.نڙيءَ واري شهرڳ.

**نَرگهول:** ص.تمام ڊگهو-قداور.

**نرلَجو:** ص.بيشرم.جنهن کي لڄ نه هجي.(ث.نرلجي).

**نَرَمُ:** ص (ف) ڪومل-ڪونئرو-ملائم. نازڪ-نفيس. لِڳڙو-ڦِسڙو.

**نرم دل:** ص.رحمدل.ٻاجهارو.قياس ڪندڙ.

**نرم ڪرڻ:** ملائم ڪرڻ.ڍرو ڪرڻ-ٺارڻ.دل وٺڻ.

**نَرمائي:** ث.نرمي.

**نِرمَلُ:** ص.اڇو اجرو.پاڪ صاف

**نِرمَلتا:** ث.پاڪائي.صفائي.

**نَرمو:** ذ.سنهي ڪَتيل ڪپهه.

**نَرمي:** ث(ف) ڪوملتا.نزاڪت.گداز.ڪونئرائي-ڪوڙائي.بردباري-سنجيدگي.آهستگي.رحمدلي.

**نرمي ڪرڻ:** آساني ڪرڻ.ڍرائي ڪرڻ.مهرباني ڪرڻ.

**نَرنان، نَرنانءُ:** ذ.نرناني وارو-مذڪر نالو.ڳجهارت ۾ نر جنس جي لاءِ ڪم ايندڙ اشارو.

**نرنجن:** ص.بي عيب.خدا جو طالب.

**نَرنڌو:** ص.بيحيا-نرلجو.

**نِرنو:** ذ(سن) تحقيقات.فيصلو-نبيرو.

**نِرني:** ص.نياءُ ڪندڙ.امين-ثالث.

**نَرو:** ذ.هڪ عضوو-آنورو-خصيو.

**نَرا پرجڻ:** شهوت پيدا ٿيڻ.

**نَرا چَيڻ:** ڏيڇارڻ-هيسائڻ.وَس ڪرڻ.

**نَرا ڏيڻ:** مغرور ٿيڻ.مٿي ٿيڻ.جهيڙو ڪرڻ.

**نَرا ڪٽڻ:** گهوڙي يا ٻئي ڪنهن جانور جو آڳيون ٻئي ٽنگون مٿي ڪري الر ڪرڻ.

**نَرا لهڻ:** آنورا سڄي پوڻ-هرنيا ٿيڻ.

**نِرو:** ص.خالص-نج.صاف.اڪيلو-ڇڙو.سادو.(ظ) رڳو-فقط.بلڪل.سراسر.

**نرواڻُ:** ظ.ظاهر-کليو-پڌرو.

**نرواڻ ٿيڻ:** چٽو ٿيڻ-ظاهر ٿيڻ.منظر عام تي اچڻ.

**نرواڻ:** ذ(سن) نجات-ڇوٽڪارو-مُڪتي.

**نَروٽو، نَروٽيو:** ص.نر.ڇوڪرو.(ث.نَروٽي).

**نروڏڻ:** م.نپوڙڻ-نچوڙڻ.چيپاڻڻ.ولوڙڻ-جهڳڻ.

**نروڳي:** ص.جنهن کي بيماري نه هجي-چڱو ڀلو-تندرست

**نرويو:** ص.صحتمند ڪندڙ.صاف ستڙو-صحت بخش.

**نِرَهه:** ص.نراس-محروم.وانجهيل.نااميد.

**نرهه ڪرڻ:** نراس ڪرڻ-نااميد ڪرڻ.

**نَري:** ث.تنگ يا ٻانهن جي اندرين پوري هڏي. وڇڻءَ اگر جي چوٽيءَ ڪن وڻي نونت تائين ماپ (ڪپڙي وغيره جي ديگهه ويڪر جو هڪ ماپو).

**نَرينو:** ذ(ف) نر-مذڪر.

**نَرينو اولاد:** ذ.پٽ-نر اولاد.

**نَريو:** ذ.مٽيءَ جو نرو (ڇت تي وڇڻ لاءِ).نڪر جو نيسارو

**نَڙُ:** ذ.بانس.ڪانهن يا ڪنگور جو اندريون پورو ڪانو.حتي يا چنم چڪڻ لاءِ پورو ڪانو.هڪ قسم جو ساز-ڪاني.الغوزو.نڙ ندي.

**نَڙ مان ڪڍڻ:** پ نبيءَ مان نيڪالي ڏيڻ.

**نڙ:** ذ.نڙي- نڙگهٽ.

**نَڙائي:** ص.نڙوچائيندڙ.

**نَڙاتي، نَڙاندي:** ث.ننڍو نڙ.سٽ وغيره ويڙهڻ لاءِ پوري نَلِي- نَڙو.

**نڙاوَل:** ث.ڍنڍن ءِ سِم جي پاتيءَ تي ٿيندڙ هڪ قسم جو گاهه.

**نَڙبيت:** ث. نَڙ جي لَئي تي چيا ويندڙ ڏگها بيت (سنڌي اساسي شاعريءَ جو هڪ قسم).

**نَڙ ڏُول:** ص.تمام ڏگهو.

**نڙگهٽُ، نِڙگهوتو:** ذ.ساهه کڻڻ واري نلي.نڙِي.ڳچي.

**نَڙو:** ذ. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار. سٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي نلي- نڙاندي.لوهه يا ربڙ وغيره جو پائيپ.

**نڙا پِرڻ:** نڙن تي ڏاڳا ويڙهڻ.

**نڙا سُڪڻ:** ٿڪجي پوڻ.نقصان پوڻ.

**نَڙِي:** ث.نڙاندي.

**نِڙي:** ث. جسم جو هڪ عضوو (ڪاڏي ڪائڻ يا ساهه کڻڻ واري نَلِي)- نڙگهٽ.ڳچي.

**نِڙيءَ تي لت اچڻ:** مجبور ٿيڻ- بيوس ٿيڻ.

**نِڙيءَ تي نُنهن ڏيڻ:** تنگ ڪرڻ- اجايو ظلم ڪرڻ.

**نِڙي پوڻ:** گهڻي ڳالهائڻ سبب آواز گهگهو ٿيڻ.

**نِڙي ڪڍڻ:** زورسان ڳالهائڻ. ڪُهڻ.

**نِڙيءَ مان پاڻي ٻَڪڻ:** تمام سهڻو ۽ نزاڪت وارو هئڻ.

**نَزاد:** ث(ف) اصل نسل.خاندان.حسب نسب

**نزار:** ص.سنهڙو-لاغر.مفلس.

**نزارَت:** ث.هيڻائي.نهڻائي.

**نَزاعُ:** ذ(ع) تڪرار- جهيڙو.فساد.عداوت- دشمني.

**نِزاڪَتَ:** ث (ف) ناز ۽ ادا. نازڪ مزاجي. نفاست. سهڻائي. سونهن-سوڀيا.

**نزد:** ظ(ف) ويجهو- قريب- اوڏو.پرسان.

**نزديڪ، نَزيڪ:** ظ(ف) ويجهو- قريب.اڳيان.پرسان.

**نَزديڪي:** ث.ويجهڙائي- اوڏڙائي.

**نَزعَ:** ث(ع) سڪرات- پويان پساهه.

**نَزلو:** ذ(ع) زڪام- ريزش- ليس.

**نَزلو ڪرڻ:** ڪنهن عضوي تي نزلي جو اثر ٿيڻ. مصيبت اچڻ. نقصان پهچڻ.

**نُزولُ:** ذ(ع) نازل ٿيڻ.مٿان اچڻ.قرآن شريف يا وحيءَ جو نازل ٿيڻ.

**نُزهَت:** ث(ع) پاڪيزگي.تازگي.خوشي.خوشحالي.فرحت- سرور.

**نُزهت گاهه:** ذ.گهمڻ ڦرڻ وارو هنڌ.

**نَسَ:** ث. نبض- ناڙ- رڳ. مردانو مخصوص عضوو. وڻ جي پَنَ يا ريشي جو تاندورو.

**نَس بَندِي:** ث. نسل پيدا ڪندڙ عضوي جي خاص رڳ قطع ڪرڻ (اولاد پيدا نه ڪرڻ لاءِ).

**نَس جهلڻ:** قابو ڪرڻ. سوڙهو گُهٽڻ.

**نَس سَهي ڪرڻ:** طبيعت کي سمجهڻ. مزاج کان واقف ٿيڻ. ڪمزوري يا عيب کان واقف ٿيڻ.

**نَس مرڻ:** رڳ جو ڪمزور ٿيڻ.

**نَسن وڍيو:** ص. ڪم ڪوس- هڏ حرام.

**نِس:** ظ(سن) نه- بغير- بنا- سواءِ.

**نِسات:** ظ.انهيءَ ساعت ۾- اِجهو- هينئر.

**نِساء:** ث(ع) زالون- عورتون.

**نَسائڻُ:** م. سُسائڻ- سُڪائڻ (ڦٽ ڦرڙي، زخم).

**نَسَبُ:** ذ(ع) اصل نسل. گهراڻو- خاندان. پيءُ جي طرفان نسبت- آباڻي پيڙهي.

**نسب نامو:** ذ. پيڙهين جو شجرو.

**نِسبَتَ:** ث(ع) ناتي ٿيڻ- منسوب ٿيڻ. تعلق- لاڳاپو. مائٽي. (ظ) پيٽ ۾.

**نِسبَتِي:** ص. نسبت وارو- لاڳاپيل. عزيز- مائٽ.

**نَسبِي:** ث. ڪَنَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. (ص) نسب جو- پيڙهائتو.

**نستُ:** ص. سَت کان سواءِ- بي زورو- ڪمزور- نستو.

**نِستَائي:** ث. ڪمزوري- هيڻائي. ضعيفي.

**نِستَو:** ص. ڪمزور- هيڻو- اپرو. بي طاقت.

**نسترن:** ذ. خوشبودار سفيد گُل جو هڪ قسم.

**نَستَعلِيقُ:** ذ(ع) لکڻ يا تحرير جو هڪ نمونو (جنهن ۾ فارسي يا اردو لکي ويجي ٿي).

**نس پِس:** ظ. هر بهو- بلڪل ساڳيو.

**نِسجڻ:** سوس کائي وڃڻ. پلجي وڃڻ- منجهڻ.

**نَسخ:** ذ(ع) عربي ٻوليءَ جي هڪ قديم لکت جو نمونو.

**نُسخو:** ذ(ع) ڪتاب. قلمي مسودو. اهو ڪاغذ جنهن تي ڊاڪٽر يا طبيب دوائن جي ترڪيب لکي.

**نُسخو لکڻ:** دوائن جو پرچو لکڻ.

**نِسرَڻُ:** م(سن) نڪرڻ- ٻاهر ٿيڻ. ظاهر ٿيڻ. اُپرڻ- ڦُٽڻ (پوک، سنگ). اُپرڻ. انگور جهڻ.

**نسري بيهڻ:** ظاهر ٿي بيهڻ. مستي ڏيکارڻ.

**نسري پوڻ:** بڇڙائي ۾ نروار ٿيڻ.

**نسري نه سگهڻ:** ڪنهن جي اڳيان پنهنجي خيال يا راءِ ظاهر ڪري نه سگهڻ.

**نسري وڃڻ:** انگور ڇڻ- سنگ ڪڍڻ. حد لنگهڻ.

**نسريل:** ص. سنگ ڪڍيل. ضدي- هنيلو.

**نَسرين:** ذ (ف) اڇو گلاب. عورت جو نالو.

**نَسقُ:** ذ. روش- دستور. بندوبست- انتظام (نظم و نسق).

**نَسلُ:** ذ (ع) آل اولاد- آل عيال- ٻار ٻچا- خاندان. قوم- قبيلو.

**نَسلائتو:** ص. اعليٰ نسل وارو- سٺي ٻڄ جو.

**نَسلي:** ص. نسل جو- نسل متعلق.

**نسنگُ:** ص. بيڊپو- بيخوف. ظاهر ظهور. سورهيه.

**نَسڻ:** م. ڀاسو ڪرڻ- ڀڄڻ.

**نسڻُ:** م. سُسڻ- گهٽجڻ (زخم، ڦٽ، ڦرڙي).

**نَسوارَ:** ث. تماڪ مان ٺهيل هڪ نشيدار وکر.

**نَسواري:** ص. نسوار کائيندڙ موالي.

**نِسوان:** ث (ع: نساء جو جمع) عورتون- زالون.

**نِسواني:** ص. عورتن جو. عورتاڻو.

**نِسوانيت:** ث. عورتپڻو.

**نسورو:** ص. سربستو- سمورو- سچو. نج- خالص. نرو.

**نسورو ڪوڙ:** ذ. نج ڪوڙ- بلڪل ڪوڙ- سڄو ڪوڙ.

**نَه سُئي:** ث. انڀُڏي- نه ٻڌل.

**نِسيانُ:** ذ (ع) ويسر- فراموشي. ڀُل چُڪ.

**نَسيمُ:** ث (ع) وڻن ٻوٽن جي سُرهي هوا. ٿڌڙي هير.

**نَسيم بَحر:** ث. سامونڊي هوائون.

**نَسيم سَحر:** ث. صبح واري ٿڌڙي هير.

**نشاة:** ث (ع) پيدائش- آغاز- شروعات.

نشاة ثانيه: نئون آغاز- نئين سر شروعات.

**نشاستو:** ذ (ف) ڪڻڪ جو گودو (جنهن مان منائي ٺهي).

**نَشاطَ:** ث (ع) خوشي. فرحت. سُرور. عيش جو مزو.

**نشاط افزا:** ص. خوشي وڌائيندڙ.

**نشانُ:** ذ (ف) آثار- اهڃاڻ. پتو- ڏس. نقش- نبو. يادگار. نشاني. اثر. ڇاپ. جهنڊو. نام نڪاتو. نشانو- هدف. تمغو. داغ (زخم يا ڦٽ ڦرڙي ۽ جو).

**نشان بردار:** ص. جهنڊو کڻي هلندڙ- علمبردار.

**نشانات:** ذ. "نشان" جو جمع.

**نشان پتو:** ذ. ڀار پتو- ڏس. نام نڪاتو.

**نشاندهي:** ث. ڀار پتو- ڏس پتو.

**نشان ڪرڻ:** سڃاڻپ لاءِ خاص اهڃاڻ وجهڻ.

**نشانبرُ:** ص. ظاهر- پڌرو- نروار.

**نشانچي:** ذ. نشانو چٽيندڙ- تيرانداز- گوليمار.

**نشانو:** ذ (ف) تيراندازي يا گوليمار جو مقرر نشان (جنهن تي مشق ڪجي)- هدف.

**نشانو ٿيڻ:** نشان تي لڳڻ. گولي ۽ وغيره سان مرڻ.

**نِشاني:** ث (ف) ڪا شيءِ يا ڪنهن ڳاله جو حوالو. جيڪو خاص اهڃاڻ طور ڪنهن ڏانهن موڪلجي (جيڪو موڪليندڙ ۽ جنهن ڏانهن موڪلجي انهن ٻنهي کي معلوم هجي). ڪو خاص نشان. سڃاڻپ وارو ڪو اهڃاڻ.

**نَشتَر:** ث (ف) ڦٽ ڳڙ وغيره کي چير ڏيڻ جو چاقو.

**نشتر هڻڻ:** نشتر سان چيرڻ. موهڻ- عاشق ڪرڻ.

**نشٽ:** ص. بد سوڻ. ناموافق. نڀاڳو- بدبخت.

**نشپروڃڻ:** م (س) بي غرض- بي مطلب.

**نشد:** ذ. منع ڪيل- ممنوع.

**نَشرُ:** ذ (ع) پکيڙ- ڦهلاءُ. مشهوري.

**نشر ڪرڻ:** پکيڙڻ. ڇڙ وڇڙ ڪرڻ.

**نشريات:** ث. مواصلاتي ذريعي نشر ڪرڻ جو سلسلو- براڊڪاسٽنگ.

**نَشرياتي رابطو:** مواصلاتي لهرن وسيلي نشريات جو مختلف مرڪزن سان ڳنڍيل هو.

**نشستَ:** ث (ف) ويهڪ- بيٺڪ. مجلس. ويهڻ جي جاءِ.

**نَشست بَرخاست:** ث. اٿ ويه. ڪچهري ۾ ويهڻ جو سليقو.

**نَشست گاه:** ث. ويهڻ جي جاءِ- بيٺڪ.

**نَشڪا:** اسم خاص. قديم دؤر ۾ سنڌ ۾ رائج سوني سڪي جو نالو.

**نَشو:** ذ (ع) پيدائش. اوسر. قدبت ۾ اضافو- واڌ.

**نَشو و نُما:** ذ. پرورش. اُپڙڻ ۽ وڌڻ- واڌ ويجهه. ترقي.

**نَشو:** ذ (ع) سُرور- ڪيف- مستي. خمار- ڪيپ. مدهوشي. جوش- ولولو. منگ. غرور- تڪبر.

**نَشا ٽوڙڻ:** هوشيار ڪرڻ. مار ڪڍڻ.

**نَشو چڙهڻ:** خمار چڙهڻ. نشي جي مستي چڙهڻ.

**نَشو ڪرڻ:** نشيدار شيون واپرائڻ.

**نَشو لهڻ:** خمار لهڻ. هوش ۾ اچڻ.

**نَشو پِتو:** ذ. سرور جو سامان.

**نَشو پِتو ڪري چِڏڻ:** فضول خرچي ڪرڻ- اجايو وڃائڻ (رقم).

**نَشئي:** ص. نشو واپرائيندڙ- نشائي- شرابي.

**نَشي باز:** ص. گهڻو نشو ڪندڙ- وڏو نشئي.

**نَشي بازي:** ث. نشو واپرائڻ.

**نَشيبُ:** ذ (ف) هيناهين. لاهي- لهندي- نمندي. لاهي ۾ واري زمين- نوڙ.

**نَشيب و فراز:** ذ. هيناهين مٿاهين. اونچ نيچ. ترقي تنزل. لاهو چاڙهو.

**نَشيبي:** ص. نشيب وارو- لاهي ۾ وارو- هيناهون- لهوارو.

**نَشيلو:** ص. نشي وارو- نشو پيدا ڪندڙ.

**نَشيلي اک:** ث. خمار يل اک- گهائيندڙ اک.

**نَشيمَنُ:** ذ (ف) آرامگاه. اڪيلائي ۾ واري جاءِ. گهر. آکيرو- آشيانو.

**نَشين:** ص (ف) ويهندڙ- ويٺل (مرڪبن ۾ ايندڙ پڇاڙي، مثلاً: گوشہ نشين).

**نَشيني:** ث. ويهڻ- نشين ٿيڻ (مثلاً: تخت نشيني).

**نَص:** ذ (ع) تحقيق- چِٽو چاڻ. پڌري ڳالهه. قرآن شريف جي اُها آيت جنهن جو مفهوم چٽو پڌرو هجي.

**نِصابُ:** ذ (ع) پونجي- مُوڙي. ايترو مال جنهن تي زڪواة واجب الادا هجي. درسي ڪتاب.

**نَصاريٰ:** ذ (ع) سندن پنهنجي عقيدي موجب عيسيٰ جا پوئلڳ- عيسائي.

**نَصَب:** ذ (ع) قائم- کڙو. کُتل. بُت- بوتو.

**نَصبُ ڪرڻ:** کوڙڻ- قائم ڪرڻ.

**نَصَبُ العَينُ:** ذ (ع) اصل مقصد- ارادو.

**نَصراني:** ذ (ع) عيسائي مذهب جا پوئلڳ- ڪرستان.

**نَصرانيتَ:** ث. عيسائي مذهب- عيسائيت.

**نُصرَت:** ث (ع) فتح- سوڀ- جِيت. مدد- حمايت.

**نِصفُ:** ص (ع) اڌ- نيم.

**نِصفُ النهار:** ذ. اڌ ڏينهن- ٻپهر.

**نَصُوحُ:** ص. نصيحت ڪندڙ. سچي دل سان توبہ ڪندڙ.

**نَصُوحي توبه:** ث. هميشہ لاءِ سچي توبه.

**نَصِيبُ:** ذ (ع) ڀاڳ- قسمت- مقدر- طالع.

**نصيب آزمائڻ:** قسمت پرکڻ. قسمت تي پنهنجو ڪم ڇڏڻ.

**نصيب ڦٽو:** ص. بدبخت- نڀاڳو. بدنصيب.

**نصيب کُلڻ:** ڀاڳ کُلڻ- بختورڻ.

**نصيبن ۾ اچڻ:** قسمت سارو ملڻ.

**نَصِيحَتَ:** ث (ع) صلاح. نيڪ صلاح. تنبيه. هدايت.

**نصيحت آموز:** ص. نصيحت واري (صلاح).

**نصيحت پذير:** ص. نصيحت مڃيندڙ.

**نصيحت ڏيڻ:** سمجهائڻ. نيڪ صلاح ڏيڻ. سزا ڏيڻ.

**نَصِير:** ص (ع) مددگار- ساٿي- معاون.

**نُصيري:** ذ (ع) جانثار- شيدائي. حضرت علي ڪرم الله وجہ کي خدا مڃيندڙ هڪ فرقو.

**نُطفو:** ذ (ع) ڦڙو- قطرو. منيءَ جو قطرو. اولاد.

**نُطفو بيهڻ:** حمل ٿيڻ- پيٽ ٿيڻ.

**نُطقُ:** ذ (ع) ڳالهائڻ جي طاقت- گويائي.

**نَظارَت:** ث (ع) ناظر جو عهدو- ناظري.

**نَظارو:** ذ (ع) ديدبازي. لقاءُ. اهڙي شيءِ جيڪا ڏسڻ ۾ اچي.

**نَظارو ڪرڻ:** ديدار ڪرڻ. لقاءُ ڏسڻ.

**نظاري نروار:** ظاهر ظهور- پڌري پٽ.

**نِظامُ:** ذ (ع) انتظام- بندوبست. سلسلو- ترتيب. طريقو. ناهُ.

**نِظام شمسي:** ذ. سج ۽ ان سان لاڳاپيل گرهه ۽ سيارا.

**نِظاماڻي:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

**نِظامتَ:** ث (ع) انتظامي محڪمو.

**نِظامي:** ص. حضرت نظام الدين اولياءَ رحه جي سلسلي جو مريد.

**نَظَرَ:** ث (ع) ڏسڻ- ديدَ. غور سان ڏسڻ. نگاهه. بينائي- بصارت. اک- چشم. جن ڀوت جو اثر.

**نظر اچڻ:** ڏيکائي ڏيڻ.

**نظر انداز ڪرڻ:** توجهه نہ ڏيڻ. درگذر ڪرڻ. چشم پوشي ڪرڻ.

**نظراندازي:** ث. بي توجهي. بيپرواهي. چشم پوشي.

**نَظرباز:** ص. ديدار بازيءَ جو شوقين- سڌڙيو.

**نَظر بچائڻ:** لڪڻ- پاسو ڪرڻ- غائب ٿيڻ.

**نظر تي چڙهڻ:** پسند اچڻ- وڻڻ.

**نظر پوڻ:** ڏسڻ ۾ اچڻ- ڏيکائي ڏيڻ. معلوم ٿيڻ.

**نظر ڏنياڻي:** ث. ناظرو ماتهوءَ کي نظر واپس ورڻ لاءِ ڏنل اجورو- صدقو.

**نظر دوڙائڻ:** ڏسڻ. آسپاس ڏسڻ. سرسري ڏسڻ- مٿاڇرو ڏسڻ.

**نَظر رکڻ:** سنڀال ڪرڻ. جاسوسي ڪرڻ.

**نظر لڳڻ:** بد نظر جو اثر ٿيڻ.
**نَظر مان ڪڍڻ:** جاچي ڇڏڻ- ڏسي ڇڏڻ مٿا چرو ڏسڻ.
**نَظر ۾ هجڻ:** هر وقت اکين اڳيان هجڻ.
**نَظر نہ اچڻ:** ڏسڻ ۾ نہ اچڻ. پتو نہ لڳڻ.
**نظر ناجهو ٿيڻ:** گهٽ ڏسڻ ۾ اچڻ- نظر جي ڪمزوري ٿيڻ.
**نَظر وچڙائڻ:** اک اڙائڻ. اک چمڪائڻ.
**نَظر هڻڻ:** هوسڻ- نظرڻ- خراب نظر ڪرڻ.
**نَظربَندُ:** ذ (ف) اهو قيدي جيڪو جيل ۾ نہ هجي، پر ان کي ڪيڏانهن وڃڻ يا ٻئي سان ملڻ جي اجازت نہ هجي ۽ نگراني هيٺ هجي. قيد- گرفتار.
**نَظربَندي:** ث. حراست- قيد. جادوگري. چشم بندي.
**نَظرديد:** ث. جاچ- تپاس- چڪاس.
**نَظرثاني:** ث (ف) ٻيو ڀيرو ڏسڻ. نئين طرح سان جائزو وٺڻ. ٻيهر چڪاس.
**نَظرداري:** ث (ف) سنڀال- نگهباني.
**نَظرَڻُ:** م. نظر هڻڻ- هوسڻ. بد نظر سان ڏسڻ. تڪڻ.
**نَظرياتي:** ص (ع) نظرئي سان لاڳاپو رکندڙ- نظرئي وارو.
**نَظريو:** ذ (ع) اصول- ٿيوري- مسلڪ.
**نَظمُ:** ذ (ع: نَظمُ) شعر- ڪلام. سلسلو- ترتيب.
**نَظم و نَسَق:** ذ. انتظام- بندوبست.
**نَظميہ:** ص. نظم وارو- منظوم.
**نَظيرُ:** ذ (ع) مثال- تمثيل. چوتي. حڪايت. نمونو.
**نَظير ڏيڻ:** حوالو ڏيڻ- مثال پيش ڪرڻ.
**نَعتَ:** ث (ع) صفت- تعريف. واکاڻ. خاص طور تي نبي سڳوري جي ثنا- مدحيہ نظم.
**نَعت خواني:** ث. نعت پڙهڻ.
**نَعتيہ:** ص. نعت وارو- نبي سڳوري ﷺ جن جي شان ۾ چيل (شعروغيره).
**نَعرو:** ذ (ع) زور سان آواز. هڪل- للڪار. لڙائيءَ ۾ سجاتپ لاءِ خاص ٻول.
**نَعرو هڻڻ:** للڪارڻ- هڪل ڪرڻ. دعوي ڪرڻ.
**نَعري زَني:** ث. گوڙ- هُل- شور.
**نَعشُ:** ذ (ع) لاش- مڙدو.
**نَعلُ:** ذ (ع) جُتي- ڪفش. باربرداريءَ واري وهٽ يا سواريءَ جي جانور کي پيرن ۾ لڳل لوهي حلقو- نال.

**نَعلبَندُ:** ص. وَهٽن کي نال هڻندڙ.
**نعمَ:** ص. نيڪ- اُتم- سُٺو.
**نعمُ البَدل:** ذ (ع) سٺو بدلو- نيڪ معاوضو. نقصان جو عيوض.
**نِعمَتَ:** ث (ع) خدا جي طرفان مليل عطا- بخشش. عطيو. مال دولت. آسائش.
**نعمت اللّٰه:** ذ. الله جي ڏنل نعمت. ماڻهوءَ جو نالو.
**نعمت خانو:** ذ. ڪاٺ جو ننڍو چاريدار ڪٻٽ جنهن ۾ کاڌو رکجي.
**نَعُوذباللّٰه:** جملو (ع) اسين الله تعاليٰ کان پناهہ ٿا گهرون- خدا بچائي.
**نَعيمر:** ذ (ع) نعمت وارو. انعام ۾ مليل شيءِ.
**نَغارچي:** ص. نغارا وڄائيندڙ.
**نَغارو:** ذ (ع: نقاره) ڀير- نقارو.
**نَغمو:** ذ (ع) سُريلو آواز. مٺي ٻولي. گيت. راڳ. ترانو.
**نَغمي سَرائي:** ث. ڳائڻ واري حالت. تعريف- ثنا.
**نفاذ:** ذ (ع) حڪم جاري ٿيڻ- فرمان. هڪڙي شيءِ جو ٻيءَ ۾ پيهي وڃڻ- گهڙي وڃڻ.
**نفاسُ:** ذ (ع) ٻار ڄڻڻ کان پوءِ عورت جو چاليهن ڏينهن تائين چلو.
**نَفاسَتَ:** ث (ع) پاڪائي. صفائي. اڇائي اُجرائي.
**نفاست پسند:** ص. پاڪ صاف رهندڙ- اڇو اُجرو.
**نفاقُ:** ذ (ع) ڦوٽ- عداوت. ڏقيڙ. دشمني. اٻٽت.
**نفاق پوڻ:** ڦوٽ پوڻ. دشمني ٿيڻ.
**نفاق رکڻ:** دل ۾ بغض رکڻ. عداوت رکڻ. ٻيائي رکڻ.
**نفاق وجهڻ:** دشمني پيدا ڪرڻ (ٻن ڌرين ۾)- بگيڙو وجهڻ.
**نفتَ:** ذ. زمين مان نڪرندڙ هڪ قسم جو ٽارو روغن.
**نَفَرُ:** ذ (ع) نوڪر- چاڪر- ملازم. هڪ فرد.
**نَفرَتَ:** ث (ع) ڪراهت- بيزاري- بيزاري. سوڳ.
**نفرت ڪرڻ:** حقارت جي نظر سان ڏسڻ.
**نَفرت انگيز:** ص. نفرت ڏياريندڙ- ڪراهت ڏيندڙ.
**نَفري:** ث. پرائي ملازمت. نوڪري. گهڻن ماڻهن جو جٿو.
**نَفسُ:** ذ (ع. نَفَسُ) ساهہ- دَمُ- پساهہ. ذات- هستي- جسم- جان. شخص- ماڻهو.
**نفس پتو نہ هڻڻ:** بلڪل بيحيا بڻجڻ.
**نفس مارڻ:** خواهشن کي روڪڻ. تقويٰ ۽ زهد اختيار ڪرڻ.
**نفس جي مار:** ذ. ڪيل ڏوهن جي سزا- ڪيتو.

**نَفسِ اَمارَه:** ذ. اُها خواهش جيڪا انسان کي بَدِي يا غيرشرعي ڪمن لاءِ ورغلائي. حيواني يا شيطاني نفس.

**نَفس پَرست:** ص. عياش. خود غرض.

**نَفس ڪُشي:** ث. پنهنجي نفس کي مارڻ. پرهيزگاري.

**نَفسِ لَوامه:** ذ. گناهن کان پوءِ پاڻ کي ملامت ڪرڻ وارو احساس.

**نَفسا نَفسي:** ث. پنهنجي جند جو خيال. ذاتي مفاد - خود غرضي.

**نَفساني:** ص. پنهنجي غرض جو. جسماني.

**نَفسانيت:** ث. خودغرضي. پاڻ پتو. غرور. عياشي.

**نَفسيات:** ذ (ع) انسان جي تحت الشعور ۽ لاشعور جي تحقيق جو علم - سائيڪالوجي.

**نَفسياتي:** ص. نَفسيات سان تعلق رکندڙ.

**نَفسياتي مَريض:** ذ چريو - ديوانو - جنوني.

**نَفسي:** ص. نفس جو. ذاتي - پنهنجو. شهوتي.

**نَفسي نَفسي:** ث. پنهنجي پنهنجي خود غرضي. هر ڪنهن کي پنهنجي پئي.

**نَفعو:** ذ (ع. نفع) فائدو - لاڀ.

**نفعو ڏيڻ:** لاڀ حاصل ڪرڻ - فائدو ملڻ.

**نفعو نقصان:** ذ. فائدو ۽ گهاٽو. برائي ڀلائي. چڱي مَدي.

**نَفقو:** ذ (ع) ڪٽنب جو کاڌو ۽ ڪپڙو لتو - خرچ پکو.

**نَفل:** ذ (ع) شڪراني جي نماز. اها نماز جيڪا فرض نه هجي.

**نفلي عبادت:** ث. فرض کان سواءِ هر اها عبادت (نماز، روزو، خيرات وغيره) جيڪا خالص خدا جي راضپي خاطر ڪئي وڃي.

**نُفوذ:** ذ (ع) ڪنهن قاعدي ۽ قانون جو اجراءِ.

**نُفوسُ:** ذ (ع: نفس جو جمع) ارواح. ماڻهو.

**نَفي:** ث (ع) انڪار - نه.

**نَفي اثبات:** ذ. انڪار ۽ اقرار - ها ۽ نه. تصوف جاب اصطلاح.

**نَفير:** ذ. نفيل.

**نَفيري:** ث (ف) هڪ قسم جو ساز - شرناءِ.

**نَفيس:** ص (ع) عمدو - سٺو. صاف سٿرو. اڇو اجرو. نازڪ. وڻندڙ.

**نَفيل:** ث. نفير - سَره جانور جو سڱ. جيڪو فقير وڄائن.

**نقُل:** ص. ڦِر کان سواءِ - بنا ڦل. اجايو - بيسود - فضول.

**نِقاب:** ذ (ع) برقعي جو منهن ڍڪڻ وارو حصو. اکين کان سواءِ سڄو منهن ڍڪڻ جي چادر - رومالي.

**نِقاب پوش:** ص. منهن تي پَٽ ٻڌل.

**نِقابو:** ذ. عورتن لاءِ نماز ۾ پوتي ۽ سان منهن ڍڪ.

**نَقادُ:** ص (ع) پرک ڪندڙ. تنقيد ڪندڙ. تصنيف تي چڱايون اوڻايون لکندڙ.

**نَقارچي:** ص. نقارو وڄائيندڙ.

**نقار خانو:** ذ. نقارن رکڻ جي جاءِ - نوبت خانو.

**نَقارو:** ذ (ع) نغارو. ڀير.

**نقارو وڄائڻ:** شهرت حاصل ڪرڻ. بهايت عيش واري زندگي گذاري مرڻ.

**نَقاشُ:** ص (ع) چٽ ڳل ڪيندڙ. پٽ، شيشي، ڪاٺيءَ وغيره تي گلڪاري ڪندڙ هنرمند. ڪمانگر.

**نَقاشِ اَزل:** خداتعاليٰ.

**نَقاشي:** ث. چٽ ڳل ڪيڻ جو ڪم - ڪمانگري.

**نُقاط:** ذ (ع) 'نقط' جو جمع. نقطا. خاص اشارا.

**نَقالُ:** ص. نقل ڪندڙ. ويسڌاري - اداڪار. بهروپيو.

**نَقالي:** ث. نقل ڪرڻ. بهروپ.

**نقاهَت:** ث (ع) ڪمزوري - ضعف - هيڻائي.

**نَقبُ:** ذ (ع) ڪاٽ - ڀت ۾ سوراخ (چوريءَ جي ارادي سان).

**نقب زَن:** ص. ڪاٽ هڻندڙ - ڪاٽڙيو (چور).

**نقب زني:** ث. ڪاٽ هڻڻ.

**نَقدُ:** ذ (ع) روڪڙو.

**نَقد نانو:** ذ. روڪڙ پئسا - نقدي.

**نَقدي:** ث. روڪڙ - روڪڙي رقم.

**نُقَر:** ذ. دهل جو هڪ قسم - ناقور.

**نُقرو:** ذ (ع) چاندي - سيم. سفيديءَ تي مائل رنگ جو گهوڙو.

**نُقرئي:** ص. چانديءَ جو. چانديءَ جهڙو.

**نَقشُ:** ذ (ع) تصوير. چاپو - ٺپو. گل ٻوٽي يا ول وغيره جي اڪَر جو ڪم. تعويذ جو خانن وارو خاڪو.

**نقش ٻوڙڻ:** عزت وڃائڻ - مان وڃائڻ.

**نقش ٿيڻ:** اُڪري بيهڻ. کُپي وڃڻ (دل تي).

**نقش قَدم:** ذ. ٻنهي پيرن جا نشان.

**نقش ڪرڻ:** اُڪيرڻ. گُلڪاري ڪرڻ.

**نقش وارو هڻڻ:** معزهڻڻ - ماناٽو هڻڻ.

**نقش نِگار:** ذ. گُلن ٻوٽن جي تصوير.

**نَقشبند:** ص. نقش ڪندڙ. صانع - خالق.

**نَقشبندي:** ص (ف) خواجه بهاءالدين جي سلسلي جو مريد يا پوئلڳ.

**نَقشَنَ:** م. نقش ڪيڻ. خ ڪوناهڻ. چٽڻ.

**نَقشو:** ذ(ع) خاڪو. شڪل. ڊول- نمونو. خليو. ڪنهن ملڪ يا دنيا جي جاگرافيائي بيهڪ.

**نُقصُ:** ذ(ع) عيب- وِڏ- سُنم. ڪوتاهي- خامي.

**نقصانُ:** ذ(ع) ضرر- هرج- ٽوٽو- گهاٽو- ڇيهو.

**نُقصان وجهڻ:** ريان ڪرڻ. ٽوٽ وجهڻ. ڪم خراب ڪرڻ. ڇيهو وجهڻ.

**نُقصانڪارُ:** ص. ڇيهي وارو. ضرر رسائيندڙ. زيان خور.

**نُقطو:** ذ(ع) ٻِڙي- ٽِبڪو.

**نَقُلَ:** ذ. ڪنڊ چڙهيل ٻوهي مگ. ڪنڊ پڳڙا.

**نَقُلُ:** ذ(ع) اُتارو. حڪايت- ٽوٽڪو. آکِل.

**نقل ڪرڻ:** اُتارو ڪرڻ. آکل ڪڍڻ. حڪايت بيان ڪرڻ.

**نَقل مڪانِي:** ث. گهر بدلائڻ واري حالت- لڏ پلاڻ.

**نَقُل نَويسُ:** ذ. منشي- محرر. اُتارو ڪندڙ.

**نَقُلِي:** ص. مصنوعي- هٿراڌو. جعلي- ڪُوڙو.

**نُقوش:** ذ(ع) "نقش" جو جمع. چِٽ گُلَ.

**نَقِي:** ص(ع) پاڪ- صاف. خالص- نِج.

**نَقِيبُ:** ذ(ع) بادشاه يا سردار جي آمد تي بلند آواز سان ان جي حسب نسب ۽ حيثيت جو اعلان ڪندڙ چوبدار. ڍنڍورو ڏيندڙ.

**نَڪُ:** ذ. هڪ عضوو (ساه کڻڻ لاءِ)- بيني.

**نَڪان ساه کڻڻ:** تمام ڪمزور هئڻ. غريب هئڻ.

**نَڪ ٻوڙڻ:** لڄ ڇڏڻ- بيحيا ٿيڻ.

**نَڪ تان مَر لاهڻ:** ڪنهن جي رهيل ميار لاهڻ.

**نَڪ توبه:** ث. تمام گهڻو پڇتاءُ.

**نَڪ ٿُورو ڪرڻ:** وڏائي ڏيکارڻ. مُنهن موڙڻ.

**نَڪ چَپ نه هئڻ:** حيا شرم نه هئڻ- نرلڄو هئڻ.

**نَڪ نرڄو:** ص. نڪ جو ڏاڍو (جنهن کي لڄ شرم نه ٿئي). (ث. نَڪ نرڄي).

**نَڪ ۾ دَم ڪرڻ:** ڏاڍو تنگ ڪرڻ. پريشان ڪرڻ.

**نَڪ ۾ نوڙي:** ث. احسان- ٿورو- مهرباني.

**نَڪ ۾ نوڙي وجهڻ:** احسانمند ڪرڻ. گهڻي ڪوشش ڪرڻ- وَس ڪرڻ.

**نَڪ وڃڻ:** خوار ٿيڻ- بدنام ٿيڻ.

**نَڪ وڍڻ:** شرمسار ڪرڻ. مهڻا طعنا ڏيڻ. بيعزت ڪرڻ.

**نَڪ وَڍيو:** ص. بيحيا. نرلڄو. بيغيرت.

**نَڪُ وجهڻ:** عزت آبرو وارو ڪرڻ (ڪنهن کي). مان شان وارو ڪرڻ.

**نَڪ نه هئڻ:** جُٺ ڦِٽ جو ڏاڍو هئڻ.

**نَڪ هڻڻ:** ٺوس ٺوس ڪرڻ.

**نِڪَ:** ڪَسي- آڏ- واهي.

**نڪ جاري ٿيڻ:** گذران ڪُلڻ. گهڻي پيدائش ٿيڻ.

**نَڪا:** ث. ڪوڏين راند جو هڪ قسم.

**نُڪاتَ:** ذ(ع) "نڪته" جو جمع. ڪنهن مضمون، ڪتاب وغيره جون خاص ڳالهيون.

**نِڪاحُ:** ذ(ع) شاديءَ جي قبوليت ۽ اقرار واري مذهبي رسم.

**نِڪاح نامو:** ذ. نڪاح جي لکت (جنهن ۾ ڪي شرط هجن ته اهي به ڄاڻايل هجن).

**نڪاحِي:** ث. شادي شده عورت- مَنڪوحه.

**نَڪارُ، نڪارو:** ص. بي ڪمو- اجايو. فضول.

**نَڪاس:** ذ. نيڪال.

**نُڪُتو:** ذ(ع) خاص ڳالهه. ڪم جي ڳالهه. سوچ ويچار وارو مسئلو.

**نُڪته چِينُ:** ص. عيب ڪڍندڙ- خاميون ڪڍندڙ.

**نُڪته چِيني:** ث. عيب جوئي.

**نُڪته دان:** ص. باريڪ ڳالهه ڄاڻندڙ- وڏو ڏاهو.

**نُڪتَه سَنجِي:** ث. خوش گفتاري.

**نڪٽُ:** ذ(س) ويجهو- نزديڪ.

**نَڪٽو:** ص. نڪ وڍيو- نرلڄو- بيشرم.

**نَڪِڇڪڻي:** ث. ٽِڏ يا زڪام ٽوڙڻ لاءِ دوا جي دِلي.

**نَڪراٽو:** ذ. زڪام- ٽِڏ- ليس.

**نڪرتائِي:** ث. گندائي. ڪلچٽائي.

**نِڪَرَڻُ:** م. ٻاهر اچڻ. ظاهر ٿيڻ. پيدا ٿيڻ. اُڀرڻ. اُپڙڻ- ڦُٽڻ (ٻوٽو وغيره). خارج ٿيڻ- نيڪال ٿيڻ. وهڻ (رت، پاڻي). جاري ٿيڻ.

**نڪري وڃڻ:** ڀڄي وڃڻ. فرار ٿيڻ. جلديءَ ۾ هليو وڃڻ.

**نَڪره:** ذ. نه سڃاتل. اڻ مقرر ڪيل. گهڻين شين سان لاڳو ٿيندڙ.

**نڪَلُ:** ذ(انگ) هڪ قسم جو ڌاتو (جنهن مان سڪا ٺهن)

**نِڪَمو:** ص. بيڪار. فضول- اجايو. خراب. ڪنهن به ڪم ۾ نه ايندڙ. (ث. نِڪمي).

**نڪَنو:** ظ. رڳو- فقط- سچوئي. اڪيلو. نِسورو. (ث. نِڪَنِي).

**نَڪو:** ذ. نَڪُ.

**نَڪو ڏيڻ:** مُنهن اٽڪائڻ. واتو رچڻ.

**نَڪو:** ظ. جملي ۾ ٻٽي انڪار جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ.

نَڪو: ذ. سُئي ۽ وغيره جو سوراخ- ناڪو.

نڪو: ص. چڱو- سُٺو. نج- صاف.

نَڪو ڳُهڻ: چڱائي چاهڻ.

نَڪُو: ص. ٿلهي نڪ وارو. بدنام- خوار.

نُڪو: ذ. جُتيءَ وغيره جي پنيءَ مٿان ڏنل چمڙي جو ٽڪر. لغڙ جي ڪُند.

نُڪو ڏيڻ: لغڙ کي مٿان ڪان هيٺ آڻڻ. رازپچڻ- خبر چار لهڻ.

نِڪوتي: ص. چري- پورڙي- نگوڙي. تکو- تيز- جلد.

نِڪوٽين: ث (انگ) تماڪ جو زهر (جيڪو دماغ تي هڪدم اثر ڪري ٿو).

نڪورُ: ص. نئون- اڻ واپرايل.

نَڪُونجُهه: ذ. اوڙاهه- عميق. اونهو پاتي.

نَڪِهيرَ: ث. ڪنهن ڏک سبب نڪ مان وهندڙ رت- ناڪيلي.

نَڪِير: ذ (ع) قبر ۾ مري ويل کان پڇا ڪندڙ هڪ ملائڪ.

نَڪِيري: ث. ناڪيلي- نَڪهير.

نڪِيلڙو: ص. اڻ وڻندڙ- ناپسند. (ضد. سڪيلڙو).

نڪِيتي: ث. سُجي سڪڻي عورت.

نُڪَ: ث. ڍڳهو ۽ ڏوتڏو. ٻيڙهي- ڪُٽنب- ٻري.

نُڪائي: ص. نُکون تڏا ناهيندڙ. هڪ ئي گهراتي جو.

نڪارڻ: م. چمڪائڻ- اڇو اجرو ڪرڻ.

نَڪَٽُ: ذ (سن: نڪشتر) چنڊ جي منزل وارا تارن جا ميڙ (جيئن ڪوهه. شينهن. ڪٽ وغيره).

نڪٽُو: ص. جيڪو ڪٿي ڪمائي نه. پرويهي ڪائي.

نَڪَر: ص. اڌوٽو- گهٽ. ڪميٽو- نيچ. جهنگلي.

نڪڙڻ: م. صاف ٿيڻ. صناٿيڻ- اُجرڻ.

نَڪَڙَڻُ: م. نڪرڻ. پکڙڻ. چڙوچڙ ٿيڻ. الڳ ٿيڻ. ظاهر ٿيڻ. چمڪڻ (چنڊ تارا).

نڪمٹو: ص. نڪمو- نڪٽو.

نَڪَند: ذ (سن) برابراڌ- پورواڌ.

نَڪوتَر: ذ. ٻڻ- بتياد- پاڙ.

نَڪوتر نڪرڻ: بنياد چٽ ٿيڻ- پاڙون پٽجڻ.

نَڪِيتي: ث. شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ ڪنوارکي وداع ڪرڻ وقت گهوٽ جي لونگيءَ ڪنوار جي چنيءَ جو پلاند ٻڌي ڪنوار کي ساهراتي گهر ڏانهن روانو ڪيو ويندو آهي).

نِڪيڙَڻُ: م. جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ. نبيرو ڪرڻ. موڪلائڻ. روانو ڪرڻ.

نَڪيڙو: ذ. نبيرو- فيصلو. وڇوڙو- جدائي.

نَگارُ: ذ (ف) نقش- چٽ. تصوير.

نَگارخانو: ذ. جنهن جاءِ ۾ تصويرون رکيل هجن.

نَگارستانُ: ذ. نگارخانو.

نَگارش: ث (ف) تحرير- لکڻي. تصوير.

نَگاهَ: ث (ف) نظر- بصارت- بينائي. نرت. نِگراني- حفاظت- سنڀال.

نَگاهه پوڻ: نظر تي چڙهڻ. پرکڻ. ڏسي وٺڻ.

نَگاهه رکڻ: اک رکڻ. نظرداري ڪرڻ.

نَگر: ذ (سن) شهر- وستي- ڳوٺ.

نگرانُ: ص (ف) نظرداري ڪندڙ- سنڀال ڪندڙ.

نگراني: ث. سنڀال- نظرداري.

نَگرو: ذ. ماڪوڙين جو ٻر. ناسُور.

نِگُرو: ص. جنهن جو گُر پير نه هجي. جنهن مان چڱائي نه ٿئي. چند و. مُوذي. (ث. نِگُري).

نَگري: ث. ڳوٺ- واهڻ. آستانو.

نگونُ: ص. اونڌو. ڪُبو. ختم شد.

نَگهه: ث (ف) نگاهه- نظر.

نَگهبانُ: ص. سنڀاليندڙ.

نَگهباني: ث. سنڀال- نظرداري.

نَگهداري: ث. نگهباني.

نگهداشت: ث. نظرداري- سنڀال.

نَگهَتَ: ث (ف) خوشبوءِ- سُرهاڻ- سڳند.

نگيرتو: ص. گهٽو ڪائيندڙ- پيٽوڙي.

نَگينو: ذ (ف) ٻڙو- ٽڪو (هيري، موتي يا پٿر جو)- ٽڪ. هِيرو.

نِگُوتو: ص. نلهو. فقط- رڳو. سراسر- نپٽ. بيفائدو- اجايو.

نَگهَ: ث. اَن چڙڻ لاءِ زمين ۾ نهيل ٻٿر وغيره جي اُکري.

نَگهارڻ: م. صاف ڪرڻ- اڇو ڪرڻ. نج ڪرڻ.

نَگهو: ص. ڍگهو. لَنبو.

نِگُهوسارُ: ظ (ف: نگون) اونڌو. جُهڪيل. اونڌو لٽڪيل. اوڙاهه ۾ پيل- غرق.

نگهوسار ڪرڻ: ابتولڙ ڪائڻ. تباهه ۽ برباد ڪرڻ.

نَگّائي: ث. مَ ائڻ- مَنائي- لڳائي.

نِگَّڻُ: م. نِڪرڻ- اُپرڻ. اُپجڻ. پيدا ٿيڻ. نروار ٿيڻ.

**نَلُ:** ذ.لوهي نڙو جيڪو گهرن ۾ پاڻي پهچائڻ ۾ ڪم اچي- نَلِي.نلڪو.

**نَل پاڙي:** ص.تمام لُچو-وڏو بدمعاش.

**نِلائي:** ث.گهٽائي-اوڻائي.عيب جوئي.گِلا.

**نلڪو:** ذ.نَلُ.ننڍو نل.

**نلو:** ص.رڳو-فقط.جدا-ڌار.

**نَلِي:** ث.لوهي نڙاندي-پائيپ.نڙاندي.

**نِلي:** ث.گهٽ ڪير ڏيندڙ (چوپائي)-ڏِلي.(ضد پِلي).

**نَمُ:** ذ(ف)آلاڻ.رطوبت.(س)آلو-پُسيل.

**نمَ (ث). نِمُ:** ذ.هڪ مشهور وڻ.

**نِما:** ص (ف: نَما) ظاهر ڪندڙ- ڏيکاريندڙ (مرڪب لفظن ۾ صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ: قطب نما وغيره).

**نمارَت:** ث.نيت.مراد-ارادو-خواهش.

**نمازَ:** ث(ف)مسلمانن جي عبادت-صلوات.عبادت.

**نماز استَسقا:** ث.مينهن وسڻ لاءِ پڙهي ويندڙ خاص نماز.

**نماز قضا ڪرڻ:** ڪنهن سبب ڪري مقرر وقت تي نماز نه پڙهڻ.

**نمازِي:** ص.عبادت گذار- نماز جو پابند.

**نماز روزا:** ذ.اسلامي عبادتون.

**نما شامَ:** ث.وچين ۽ سانجهي نماز جي وچ وارو وقت.سج لٿي واري مهل.

**نماڻائي:** ث.نهڻائي-نوڙت-عجز.

**نماڻو:** ص.غريب.مسڪين.عاجز.ويچارو-مايوس.

**نماڻي پُوتي:** ث.پينگ.

**نماءُ:** ذ(ف)ڏيک-نظارو-لقاءُ.تماشو.نمائش.پڌرائي.

**نمائش:** ث.(ف)ڏيکاءُ.نظارو.لقاءُ.

**نمائش گاهه:** ذ.نمائش جو هنڌ.

**نمائشي:** ص.ڏيکاءُ طور.رڳو ڏيک.عارضي.

**نمائندگي:** ث.نمائندي طور شرڪت.نمائندي هئڻ جي حالت.

**نمائندو:** ص (ف) ڏيکاريندڙ.اهو شخص جيڪو ڪنهن جماعت جي طرفان حاڪم وٽ عرض ڪري.اخبار جو عيوضي.

**نَمائڻُ، نِمائڻُ:** م.جهڪائڻ-لاڙڻ-هيٺ ڪرڻ.نِمائڻ.مطيع ڪرڻ.

**نمايان:** ظ(ف)ظاهر-پڌرو-کليو.چٽو.

**نَمبَرُ:** ذ (انگ) عدد- انگ.ڳڻپ.وارو- سلسلو.پوک لاءِ ماپ ڪيل ايراضي.

**نمبر شمارِي:** ث.زمين جي سروي نمبر جي پڙتال.آبادزمين جو تفصيل.

**نَمبرِي:** ث.زمين جو ٽڪرو-لمبري.مشهور-بدنام.

**نمتَ:** ث(س)هيٺاهين.نيازمندي.حڪم جي بجاآوري.

**نمت وڻڻ:** نوڙت سان هلڻ.

**نَمدائي، نَمدي:** ث.لاهِي- نشيب.ٻنيءَ جو پاڻيءَ جي حساب سان هيٺاهون ٽڪر.

**نَمدو:** ذ(ف)اوني ٿلهو ڪپڙو.نود جو ٿَهه.

**نمَرتا:** ث.نهٺائي-نوڙت.

**نمَرو:** ص.چڱو ڀلو-تندرست-چاق.

**نمُرود:** اسم خاص.قديم دؤر جو هڪ ظالم ۽ مشرڪ بادشاهه (جنهن حضرت ابراهيم عليه السلام لاءِ باهه جو آڙاهه تيار ڪرايو).(مجازاً) ظالم.

**نمرودي ناتو:** ذ.شيطاني ڳانڍاپو.

**نَمستي:** ذ(س)هندن جو سلام.آداب.

**نمسڪارُ:** ث(س)هندن جو سلام.جهڪي سلام ڪرڻ.

**نمَڪُ:** ذ(ف)لُوڻ.

**نمڪ پاشِي:** ث.لوڻ ٻُرڪڻ.

**نمڪ جي مار پوڻ:** ڪيتو لوڙڻ- نتيجو ڀوڳڻ.

**نمڪ حَرامُ:** ص.بي شڪرو.دغاباز.مالڪ سان غداري ڪندڙ.

**نمڪ حرامي:** ث.دغابازي.احسان فرموشي.

**نَمڪ حلالُ:** ص.احسانمند- شڪرگذار.مالڪ جو خير خواهه.

**نمڪ خوار:** ص.نمڪ کائيندڙ- وفادار.گهرو نوڪر.

**نمڪ دانُ:** ذ.لوڻ رکڻ جي شيشي وغيره.

**نمڪ کائڻ:** نوڪر ڪرڻ.احسان هيٺ اچڻ.

**نمڪين:** ص.لوڻياٺو- چهرو.سانورو.

**نَمل:** ذ(ع)ماڪوڙي.قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

**نَمناڪُ:** ص(ف)پُسيل-آلو-پنل.

**نَمَندي:** ث.لاهي.گهرائي.جهولَ.هيٺاهين- ڊون.

**نَمَڻُ:** م.جهڪڻ.نوڙڻ.تعظيم خاطر جهڪڻ.جهڪي سلام ڪرڻ.مطيع ٿيڻ.مائل ٿيڻ.

**نَمي هلڻ:** نياز نوڙت سان هلڻ.ڪِنڌ ٿي هلڻ.

**نمڻ:** ذ.نهندي-لاهي-نمندي.

**نَمُو:** ذ(ع)اوسر.واڌ.

**نَمُود:** ذ.ڏيکاءُ.شان شوڪت.

**نَمُودار:** ص(ف)پڌرو-عيان.ظاهر.

**نمودار ٿيڻ:** ظاهر ٿيڻ.پڌرو ٿيڻ.

**نمُوري:** ث.نمر جي وڻ جو ٻج.

**نَمُوزو:** ذ.نالو- هاڪ- مشهوري- ناموس.

**نَمُونو:** ذ (ف) اها شيءِ جيڪا ڏيکارڻ واسطي آڻجي. نقشو. قالب. ڍول. جنس.

**نَمُونو ڪرڻ:** اٽڪل ڪرڻ- حرفت ڪرڻ- ڍنگ ڪرڻ.

**نَمُونيا:** ث (انگ) ڦڦڙ لڳي پوڻ جي بيماري.

**نَمي:** ث (ف) آلاڻ. پاڻيٺ. رطوبت.

**نَميت:** ث.چغلخوري-بڇاپڙائي.

**نَن:** ث (انگ) دنيا کي ترڪ ڪندڙ عيسائي عورت- راهبه. گرجا گهر ۾ خدمت انجام ڏيندڙ ڪنواري.

**نہ نہ:** ظ.هرگز نہ- ڪڏهن بہ نہ.

**ننَدا:** ث.ندا- گلا. بهتان. هجو. برائي.

**نَندڪوٽ:** اسم خاص. "مومل" جي پيءُ راجا نند جو ٻڌايل شهر- سنڌ جو هڪ قلعو. دڙو.

**ننڊڻُ:** م.الزام هڻڻ. گلا ڪرڻ. جٺ ڪرڻ. جٺ ڦٺ ڪرڻ.

**نندي:** ص.بدنام-گلارو.

**نندُ:** ث. ذخيرو- خزانو. ان جو ڪرو. سمنڊ. اهو ماڻهو جنهن ۾ گهڻيون خوبيون هجن. توڙ- ڇيهہ- آخر- پڇاڙي.

**نندڪُ:** ص.گلاخور. منحوس. ڪِينُ جهڙو. چندو.

**نندَ نندرَ:** ث.سمهڻ جو عمل- ڀِڳهر- ننڊ. گينوار. بيخبري.

**نِند اُڏامڻ:** نند نہ اچڻ. ڀِڳتي ۾ ڳرڻ.

**نِند حرام ڪرڻ:** سمهڻ نہ ڏيڻ. نہ سمهڻ.

**نِند ڏيڻ:** ماري ڇڏڻ.

**نِند ڪَشڻ:** گهڻي نند ڪرڻ.

**ننڊاڪڙو:** ص.نند جو خواهشمند- ڀِڳهريل. نند جي خمار وارو.

**ننڊائجڻ:** م.نند لڳڻ. جهوٽا کائڻ.

**نَنڍ:** ث.ننڍي هئڻ جي حالت- ننڍائي.

**نَنڍپڻ:** ذ.ننڍي عمر- طفلي- ڪمسني.

**نَنڍ دليو:** ص.ننڍيءَ دل وارو- تنگ دل. تعصبي. ڪنجوس.

**نَنڍڙو:** ص.تمام ننڍو. ٻارڙو. (ث.ننڍڙي).

**نَنڍ ڦڙو:** ذ.ننڍين ڦڙين وارو مينهن- سنهي برسات. (ضد. وڏڦڙو).

**نَنڍو:** ص.ڇوٽو- خرد. ڪوتاهہ. گهٽ. (ث.ننڍي).

**ننڍو ٿيڻ:** گهٽجڻ- گهٽ ٿيڻ. مان گهٽجڻ.

**نَنڍو نيٽو:** ص.ننڍي عمر جو جوان. (ث.ننڍي نيٽي).

**ننڍو وڏو:** ص.هر ماڻهو- عام ماڻهو.

**نَنڍ وڏائي:** ث.گهٽ وڌ هئڻ- اڻ برابري.

**نَنڍيرو:** ص.ننڍو. سوڙهو- تنگ.

**ننڍي ماتا:** ث.بيماريءَ جو هڪ قسم- اُرڙي.

**نَنڍي هوندي:** ظ.ننڍپڻ ۾. ٻاروتڻ ۾.

**نَنگُ:** ذ (ف) لحاظ- مرم. شرم- حيا. غيرت. لڄ. مُنڍيءَ جو جڙڻ لاءِ ٻڙو- نٿو. ڪِتاب ۾ آيل اسمن جو تعداد (هڪ ننگ. ٻہ ننگ. پنج ننگ).

**ننگ اجارڻ:** مٿن ماڻهن جو راڄ يا ڳ ۾ مُنهن مٿي ڪرڻ. ننگ وڏ ڪري سر خرو ٿيڻ.

**ننگ پَريو:** ص.وڙائتو. ڳتوان.

**ننگ پالُ:** ص.عزت رکندڙ. سارسنڀال لهندڙ.

**نَنگ پَروَر:** ص.مٿن ماڻهن جي سنڀال ڪندڙ.

**ننگ پوڻ:** لڄ اچڻ- حياءُ ٿيڻ.

**نَنگ ڏَڙنگ:** ص.بلڪل بيحيا. اُگهاڙو.

**نَنگ ناموس:** ذ.شان شوڪت- ڏيک ويک. عزت- وقار.

**نَنگ نباهي ڏيڻ:** امانت سلامتيءَ سان پهچائڻ.

**نَنگائتو:** ص.ننگ ڪندڙ- وڙائتو. معزز- ماناتو.

**نَنگائي:** ث.اُگهاڙ- ننگو هئڻ واري حالت. بيشرمائي- بيحيائي.

**نَنگرُ:** ذ (سن: نگر) شهر. خيرات جي ماني.

**نَنگر پاڻي:** ذ.کاڌو پيتو- کاڌو خوراڪ.

**ننگر هلڻ:** مهمانن ۽ مسافرن جي چڱيءَ طرح مهمان نوازي ڪرڻ.

**نَنگ مُوٽ:** ث.هڪ قسم جي گاهہ جي خوشبودار پاڙ- ناگرموٿ.

**نَنگرو:** ذ.ماڪوڙين يا ماڪوڙن جو ڀرڙ. ماڪوڙين مڪڙن جي قطار.

**نَنگري:** ث.ننڍو شهر. ڳوٺ. وستي- وسنءَ.

**ننگڙڻ:** م.هيٺ ٿيڻ- نوڙڻ- جهڪڻ.

**نَنگو:** ص.اُگهاڙو- عريان- برهنہ. بيحيا- بيشرم. (ث.ننگي).

**ننگو ٿي بيهڻ:** بيشرم بڻجڻ. اُگهاڙو ٿيڻ.

**ننگو ڪرڻ:** اگهاڙو ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**نَنگئون نڪرڻ:** عزازت جو رشتو ترڪ ڪرڻ.

**نَنگي:** ص.لڄ رکندڙ. ننگ وڙ وارو. غيرتمند. وڙ ڪندڙ.

**ننگهہ:** ث.اَنُ ڇڙڻ لاءِ زمين ۾ نيبل اُکري.

**ننگهوسارُ:** ص.اوڙاهہ ۾ غرق. گم- غرق- ٻڏي ويل.

**نَنَ:** ذ.پپر جي نسل جو وڻ جو هڪ قسم.

**نِنَڻ:** م.رڙڻ- چنگهڻ- ميڪڻ.

**نَنو:** ذ.ڪجهہ نہ.انڪار-نابري-ناڪار.

**نَنو اکر وارڻ:** نَہ انڪار ڪرڻ-صفانابري وارڻ.

**نَنهَن، نُنهَن:** ذ.آڱرين جون سخت ڪل واريون چوٽيون (هٿن پيرن جا ننهن).جانور جي چنبي جا تکا ننهن.

**نُنهَن اُٽرڻ:** ث.ننهن پچي پوڻ سبب ننهن اکڙڻ.

**نُنهَن اٽڪڻ:** دشمن کي وجهڻ.واسطو پوڻ-پلاند اٽڪڻ.

**نُنهَن تي نَچڻ:** پنهنجي مرضيءَ موجب هلڻ.ڏاڍو ڪاوڙجڻ.

**نُنهَن چوٽي نَرڻ:** تمام گهڻو خوش ٿيڻ.

**نُنهَن چوٽيءَ جا زور لائڻ:** وڏ کان وڏ طاقت ڪم آڻڻ-وڏي ڪوشش ڪرڻ.

**نُنهن لاهڻ:** هٿن پيرن جا وڌيل ننهن ڪترڻ.

**نُنهَڻ نَچڻو:** ذ.جلدي چڙندڙ-چيڙاڪ.

**نُنهَن:** ث.پٽ جي زال.

**نُنهَنڙو:** ذ.زيور جو هڪ قسم-آڱرويڙهو.

**نَنهَندِ:** ث.ننهن جي رهڙ-رُهندِ

**نَنهندِ اٽڪائڻ:** ٿورو حصو ڳنڍڻ.

**نَنهندِ ڏيڻ:** آڱر جي نُنهَن سان ڪل وغيره چيرڻ.

**نُنهَندِڻُ:** م.ننهن سان رهڙون پائڻ.

**نُنهن سوسڙو:** ص.ٿورو ڪوسو-پوروپنو.

**نَنهنوَر:** ث.مُنيءَ جي چوٽي اٽڪائڻ لاءِ گول سوراخ واري ڪاني.

**نٿانَ:** ث.مڙس جي ڀيڻ.

**نَوَ:** ص.هڪ عدد(9).

**نَو، نَؤ:** ص(ف) نئون.جديد.تازو.

**نَوآبادي:** ث.نئون وسايل ملڪ.

**نَو آموزُ:** ص(ف) سيکڙاٽ.جنهن تازو ڪم سکيو هجي.ناتجربيڪار.

**نَوا:** ث(ف) ث(ف) آواز-صدا.سُر.نغمو.

**نَوابُ:** ذ(ع) ڪنهن شهر يا علائقي جو حاڪم-سردار.

**نوابزادو:** ذ.نواب جو پُٽ.

**نَوابي:** ث.حاڪمي-اميري.

**نَوابي ٺَٺَ:** اميراڻو ساز سامان-طمطراق.

**نَواحَ:** ذ(ع) آسپاس جو علائقو.طرف-پاسو.

**نواحِي:** ص.آسپاس وارو-نزديڪي.

**نَوادرَ، نَوادرات:** ذ(ع) عجيب غريب شيون.عجائبات.انوکيون شيون.

**نَوارَ، نَواڙَ، نَهوارَ:** ث.کٽ واڻڻ لاءِ سُٽ جو اُڻيل پٽو.

**نَوارَڻ:** م.نوار سان کٽ واڻڻ.

**نِوارڻ:** م.بند ڪرڻ.منع ڪرڻ.ٽارڻ-هٽائڻ.منسوخ ڪرڻ.صاف ڪرڻ.

**نَواڙ باف:** ص.نواڙ اُڻندڙ.

**نَواڙو:** ذ.جنگي بحري جهازن جو آرماڙ.

**نِواڙو:** ذ.هڪ تارو جيڪو پرڀات جو اُڀري (ٻہ تارا آهن جيڪي هڪبئي پويان اُڀرن).

**نَواز:** ص(ف) نوازيندڙ-نوازش ڪندڙ.مرڪب لفظن ۾ صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (بنده نواز، غريب نواز وغيره).

**نَوازِش:** ث(ف) مهرباني-عنايت-ڪرم.سخاوت.ٻاجه.

**نوازش ڪرڻ:** عنايت ڪرڻ-مهرباني ڪرڻ.سخاوت ڪرڻ.

**نوازش نامو:** ذ.وڏي ماڻهو جو پنهنجي برابريءَ واري کي خط.

**نوازَڻُ:** م(ف) نوازش ڪرڻ.مهرباني ڪرڻ.عزت ڏيڻ.انعام اڪرام ڏيڻ.

**نَوازِيَل:** ص.جنهن تي نوازش ٿئي-جيڪو نوازيو رجي.

**نِواسُ:** ذ(سن) گهر-مڪان-مسڪن.نڪاڻو.

**نِواسِي:** ص.رهندڙ-رهاڪو.

**نَواسيرُ:** ذ(ع) "ناسُور" جو جمع.اهو زخم جيڪو نہ ڇُٽي.

**نَوافِلَ:** ذ(ع) "نفل" جو جمع

**نَوالو:** ذ(ف) ڳِرنه-لقمو.

**نَوانَوي:** ص.هڪ عدد-نَوڏها ڪاءِ نَوايڪا(99).

**نَوانَ:** ث.نئين هئڻ جي حالت-نئين شيءِ يا نئين ڳالهه.جِدت.

**نِوانَ:** ث.هيناهين-جَهڪاڻِ-نشيب-نمندي.

**نَوائڻُ:** م.نمائڻ-جُهڪائڻ.هيٺ ڪرڻ.لاڙڻ.مطيع ڪرڻ.

**نَوانو:** ذ.نوانڻ.تازگي.نئين شيءِ (ص) نئون-تازو.مانو.

**نِوائي:** ث.اڪيلائي-علحيدگي.ماحول يا فضا ۾ سانت.چُپ چپات-خاموشي.ماٺ.

**نَوبَتَ:** ث(ع) وارو-موقعو.دور.وقت-عرصو.نغارو.نغاري جو واڄو.پهري ڏيڻ جو وارو.

**نوبت اچڻ:** وارو اچڻ.ڪنهن ڪم جو وقت اچڻ.

**نوبت خانو:** ذ.نغارو رکڻ يا وڄائڻ جي جاءِ.

**نوبت رَسڻ:** وارو اچڻ-گهمرو اچڻ.

**نوبت کي پهچڻ:** حالت کي رسڻ.حالت ٿيڻ.

**نوبت وڄائڻ:** (پيريا نغاري جو) وارو وڄائڻ.نغارا وڄائڻ.دور يا دورو وڄائڻ.

نوبَتي: ص.نغارو وڄائيندڙ.چوڪيدار- پاسبان.وڏو تنبو.

نوبل پرائيز: ذ (انگ) دنيا جو سڀ کان وڏو انعام (جيڪو سائنس،ادب ۽ امن لاءِ ڪوششن تي ڏجي).

نَوبَنو: ص (ف) چڱو ڀلو- خوش باش.تندرست.تازو توانو.نئين طرح.نئون نڪور.

نوبَهار: ص.خوش- سُرهو- شاد- بهاريءَ ۾.

نوتڪائي: اسم خص.هڪ ذات جو نالو.

نوتو: ذ.سڏ- ڪوٺ- دعوت.پيغام.

نوٽُ: ذ (انگ) سرڪار طرفان جاري ڪيل مهروارو ڪاغذ (جيڪو ناڻي طور استعمال ٿئي).يادداشت.وضاحت.لکپڙهه ۽ تشريح.

نوٽ ڪرڻ: يادداشت لکڻ.خاص ڌيان ۾ رکڻ.

نوٽ لکڻ: تشريح لکڻ- حاشيو لکڻ.

نوٽبوڪُ: ذ (انگ) ڪاپي.بياض.

نَوتِن، نَوتِني: ث.نون ڳوٺن (سارين) سان رهڻ واري راند.

نوٽِيسُ: ذ (انگ) ڪنهن ڳالهه جي چتاءُ ڏيڻ جو ڪاغذ.

نوٽِيس بورڊ: ذ.نوٽيس هڻڻ جو تختو.

نوٽِيفڪيشن: ذ (انگ) پڌرنامو- خبر جو اعلان.

نَوجُوانُ: ص (ف) نئون سامايل- نوخيز.ڳڀرو.

نَوجواني: ث.شباب- بلوغت- حياتيءَ جو شروعاتي جوڀن.

نُوحَڻُ: ذ.ڏهائي وقت چؤپائي جي ٽنگن کي ٻَڌڻ جو رسو- ڍنگ.

نُوچَ: ث.هڪ هنڌ اکين کپائڻ جي حالت- نِرت.

نُوچ ڪرڻ: اکين تي زور ڏيئي ڏسڻ- نرت ڪرڻ.

نُوچِڙِي: ث.بد چال عورت- ويشا- نوچي.

نوچِندِي: ث.چنڊ جي پهرين جمع واري رات.

نُوچَڻ: م.هڪ هنڌ اک نپي ويهڻ.

نوچي: ث.بدپيشي ويل عورت (جيڪا ڪنهن رنڊي وٽ ويل هجي).

نُوحُ: اسم خاص (ع) هڪ نبي سڳوري جو نالو- حضرت نوح عليه السلام.

نوحُ: ص (ع) توجهه ڪندڙ.روئندڙ.

نُوحاڻي: اسم خاص.هڪ ذات جو نالو.

نوحه: ذ (ع) روڄ- گريو- زاري.ماتم.

نوحه خواني: ث. ماتمداري. مري ويل جون خوبيون بيان ڪري روئاڙڻ.

نوحه گر: ص.ماتم ڪندڙ.روئندڙ.

نَوخيز: ص (ف) نئون چاول.نئون اُڀريل.نئون سامايل.

نَودُ: ذ (ف) هڪ قسم جو ٿلهو اوني ڪپڙو (جيڪو پٽ تي وڇائڻ يا گهوڙي جي زين هيٺان رکڻ جي ڪم اچي).لتاڙيا مار جو ڏاڍو.نٺر- ضدي.

نود ٿيڻ: هنيلو ٿيڻ- نافرمان ٿيڻ.

نوداڻي: ص.نود و ڪندڙ يا ناهيندڙ.نود جي حالت- بيوقوفي.

نَودولتيو: ذ.غريب مان يڪدم.شاهوڪار ٿيندڙ شخص.

نورُ: ذ.هڪ قسم جو ساهوارو (جيڪو نانگ بلاڪي ٻماري چڙدي).

نور مُنهون: ص.نور جي مُنهن جهڙو.بيحيا- نرلجو.

نُورُ: ذ.(ع) روشني.تجلي.سُهائو.چمڪو.جلوو.اکين جي نِرت- جوت.

نُور نچوئڻ: نظر جو پورهيو ڪرڻ.اکين کي ايذائي ڪم ڪرڻ.

نُور وسڻ: سوجهرو ٿيڻ- مُنهن جرڪڻ.

نُورالاهي: ذ.خدا جو نور.

نُورجَهان: ث.دنيا جو نور.مشهور مغل راڻي مهرالنساءِ.

نُور مَحل: ذ.روشنائيءَ جو گهر.صاف ۽ اوجر.

نُورچَشم: ذ.اکين جو نور.پٽ.اولاد.

نُورُ عَليٰ نُورُ: ذ.نور تي نور.سڀ کان بهتر.

نُوراني: ص.روشن.چمڪندڙ.مُنوَر.

نورايو: ذ.ننڍو گهيٽو.

نورَس: ذ.نئون- تازو- نوخيز.

نَورَتن: ذ.نون قسمن جا هيرا يا رَتن.اڪبر بادشاه جا نَوَ وزير.

نورتي: ث (سن) آرام- آسائش- سُک.ڇوٽڪارو- نجات.

نَورَنگ: ص.نَون (9) رنگن وارو.

نورو: ذ. ڪپڙي جي ڍڳهي ٿيلهي.جنهن ۾ رنبا وجهي چيله سان ٻڌي چڙدا جن.

نورو: ص.واندو- بيڪار- فارغ.

نُورو: ذ.پيرن ۾ پائڻ جو هڪ زيور- پايل- جهانجهر.

نَوروز: ذ. نئون ڏينهن. سال جو پهريون ڏينهن. ايرانين جي قومي جشن وارو ڏينهن.

نوري: ث.مڙس مري ويل عورت- رن زال- ڏهاڳڻ.

نُوري: اسم خاص."سُر ڪاموڏ" جو هڪ مکيه ڪردار.

نُوري: ص.نُور مان پيدا ٿيل- نُوروارو.نوراني.

نُوري ۽ ناري: ص.حليم ۽ سرڪش.جنتي ۽ جهنمي.

نوريٽڙو: ذ.هڪ قسم جو ننڍڙو ساهوارو- ڳالهڙ.

نوڙُ: ذ.ٿلهو وٽيل رسو- واڄه.

نوڙ وجهڻ: هلندڙ ڪم يا ڳالهه ۾ دخل ڏيڻ.

**نوڙائڻ:** م. جهڪائڻ. هيٺ ڪرڻ (ڪنڌ).

**نوڙت:** ث. هيٺاهين- نياز- حليمائي- نهٺائي. نيازمندي.

**نوڙڻ:** م. جهڪڻ- ڪٻو ٿيڻ. مطيع ٿيڻ. نمڻ.

**نوڙي:** ث. واڻ جي وٽيل رسي.

**نوڙيءَ مان نانگ بنائڻ:** وڌاءُ ڪرڻ- مبالغو ڪرڻ.

**نُوس:** ث. جهوت- ڳولا- جاچ (جانور خصوصاً ڪتي جي).

**نُوس نُوس:** ث. نوسڻ واري حالت. ڪنهن شيءِ جي ڳولا ۾ جهوتون. هيڏانهن هوڏانهن نهار.

**نُوس نُوس ڪرڻ:** دردر پٽڪڻ. ناسون هڻڻ. ڳولا ڪرڻ.

**نُوسَر:** ص. نُوس نوس ڪندڙ. چالاڪ.

**نُوسَڻ:** م. ناسون هڻڻ- سنگهڻ. جهوتون ڏيڻ (ڪنهن شيءِ جي ڳولا ۾).

**نُوسي:** ص. نُوس نوس ڪندڙ- نوسر. هيچي.

**نوش:** ص (ف) پيئڻ. پيئڻ جهڙي شيءِ. پياڪ- پيئندڙ.

**نوش جان:** ص. آهو وٽندڙ مشروب جيڪو وري پيئجي.

**نوش جان ڪرڻ:** کائڻ پيئڻ.

**نوشادَر:** ذ (ف) هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**نوشاهي:** ذ. دهل جي وڄت جو هڪ قسم.

**نَوشت:** ث (ف) تحرير- لکت.

**نوشت خواند:** لکڻ پڙهڻ- لکپڙهه.

**نَوشتو:** ذ (ف) لکيل- تحرير ڪيل. لکيو. خط.

**نَوشتہ تقدير:** ذ. قسمت جو لکيو- خدا جي مرضي.

**نوشدارُو:** ص (ف) ترياق- زهرمهرو.

**نَوشَهہ:** ذ (ف) تازو پرڻيل گهوٽ- وَنو.

**نوشَهرو:** اسم خاص. سنڌ جي هڪ ضلعي ۽ شهر جو نالو. نوشهرو فيروز.

**نوشي:** ث. پيئڻ- نوش ڪرڻ (جيئن: شراب نوشي).

**نَوشيروان:** اسم خاص. ايران جو هڪ اڳئين عادل بادشاهه.

**نَوعُ:** ذ (ع) قسم- جنس. ڍنگ- طريقو. نمونو.

**نوع انسان:** ذ. بني آدم- آدم ذات.

**نَو عمر:** ص (ف) نابالغ- ڪمسن. بلوغت کي ويجهو.

**نوعيَت:** ث (ع) قسم- نوع. خصوصيت.

**نوڪَ:** ث (ف) چهنب- اڻي.

**نوڪدارُ:** ص. چهنبيارو.

**نوڪ پَلڪ:** ذ. اک جي موزونيت. لکت جي بيهڪ.

**نوڪ پلڪ سنوارڻ:** لکت جي سُوڌ سنوار ڪرڻ.

**نَوڪَرُ:** ذ (ف) ملازم. چاڪر. خدمتگار. نوڪري ڪندڙ.

**نوڪرائو:** ص. نوڪرواڙو- نوڪر جو.

**نوڪر چاڪر:** ذ. ملازم. خدمتگار.

**نَوڪر شاهي:** ث. ملازمن يا حڪومت جي ڪارندن جي آپي شاهي- بيوروڪريسي.

**نَوڪري:** ث (ف) ملازمت. چاڪري. خدمت. ڊيوٽي.

**نوڪري پيشہ:** ص. جنهن جو ڌنڌو نوڪري هجي- ملازمت وارو.

**نوڪري ڏيڻ:** ملازمت ڪرڻ. سونپيل فرض ادا ڪرڻ.

**نوڪريءَ سان لڳڻ:** ڌنڌي ڌاڙيءَ سان لڳڻ.

**نَوڪرياڻي:** ث. خادمہ- ملازمہ- ٻانهي.

**نَوڪڙي:** ث. نوٽتي- نوٽڻ.

**نَوَلُ:** ص. نئون. تازو. سيڪڙاٽ- نَولو.

**نَولُ:** ذ. نوريٽڙو.

**نُولُ:** ذ. ٻيڙي يا جهاز (غوراب) جو ڀاڙو. محصول.

**نَو لَکو:** ص. نَو لک ناڻي مُلهہ جو هارُ.

**نَو لَکي گودڙي:** اسم خاص. هالا جي مخدومن جي گادي (جنهن جا نو لک مريد آهن).

**نَولو:** ص. جوان- سهڻو جوان. نَون ڏاڻن وارو تاس جو پٽو. (ث. نَولي).

**نُولو:** ذ. ٻَڪَر يا ڪِلي (عورتن جي وارن ٻڌڻ جو).

**نَومَ:** ث (ع) ننڊ. آرام. ڳهر.

**نَومبَر:** ذ (انگ) عيسوي سال جو يارهون مهينو.

**نُومڙيا:** اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**نومُسلم:** ذ. نئون مسلمان ٿيل.

**نومي:** ذ. سنڌي مهيني جي نائين تاريخ وارو ڏينهن.

**نُونُ:** ذ (ع) نَڪ مان آواز جو اُچار.

**نُونارَ:** ث. سامونڊي لوڻ جي کاڻ.

**نُوناري:** ص. لوڻ ناهيندڙ- سمنڊ جي کاري پاڻيءَ مان لوڻ ناهيندڙ. (اسم خاص) سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**نُونڊ:** ث. پوڻڻ واري حالت- پوچ. ڏا خلا.

**نُونڊڻ:** م. ڪاغذ ڦاٽيل ڪرڻ. لکڻ- اُتارڻ- نقل ڪرڻ.

**نُونڊو:** ذ. ڀالو- نيزو- ٻڙڇي.

**نُونرُ:** ذ. ڍڳ- ڪوڙ- ڍير. انبار.

**نَونِهال:** ص (ف) نو خيز- ٻار. ننڍڙو ٻار.

**نُونهيو:** ذ.جنديءَتي چِنن ڪپڻ جو هڪ اوزار.

**نَووارد:** ص(ف) نئون ايندڙ.ڌاريو-اوپرو.

**نونَ:** ث.هيٺاهين-جهڪ-لَهندي-نشيب.

**نونَ:** م.نمڻ-جهڪڻ.

**نُوتي:** ث.نوڙت-هيٺاهين-نياز.

**نوهِي:** ث.ڪاٺ تي جنڊي چاڙهڻ جو هڪ قسم.

**نونِي:** ص.نئون مريد.پهريون پيرو زيارت تي ويندڙ.

**نوئيرو:** ص.نويڪلو-خلاصو.

**نَوي:** ص.هڪ عدد-نوڏها ڪا (90).

**نَويدَ:** ث(ف) خوشخبري-بشارت.شاديءَ جو سڏ.

**نويدَن:** ث(سن) عرض-وينتي.

**نَويسُ:** ص(ف) لکندڙ (جيئن مضمون نويس.اخبار نويس).

**نَويسي:** ث.لکڻ واري حالت.لکڻ جو ڪم.

**نويڪلائي:** ث.اڪيلائي.تنهائي-علحدگي.واندڪائي-فرصت.

**نويڪلو:** ص.اڪيلو-تنها.خلاصو-ڌار-جدا.(ث.نويڪلي).

**نَويل:** ذ.نئون آيل.نويلو-نئون.

**نَويلو:** ص.جدا-ڌار.اڪيلو-هيڪلو.نيارو.

**نويلي:** ث.نئين نوجوان ڪنوار.

**نَهارَ:** ذ(ف) ڏينهن-روز-يوم.

**نهارَ:** ث.نظر-نرت.جاچ.سنڀال-نظرداري.

**نهارَ ڪرڻ:** جاچ ڪرڻ-سنڀال ڪرڻ-نظرداري ڪرڻ.

**نهارَڻُ:** م.ڏسڻ.نظر وجهڻ.نظرداري ڪرڻ.اک ۾ رکڻ.

**نهاري:** ث.صبح وارو کاڌو-نيرن-ناشتو.

**نهالَ:** ص(ف) خوش-شاد.سرهو-مسرور.راضي.

**نهال ڪرڻ:** خوش ڪرڻ.مالامال ڪرڻ.

**نهالُ:** ذ(ف) ٻوٽو.ٽڏو(وڻ جو).

**نهالي:** ث.ننڍي سوڙ-پٿراٽي.

**نهان:** ص(ف) ڪنير جي ٽانون پڇائڻ جي ڪوري-آوي.بدن جي اندريون پوشيدو عضوو-مثانو.

**نهان ٺارڻ:** جماع ڪرڻ.

**نهانءُ:** ذ.گرميءَ جي مُند-آرهڙ.

**نهانين:** ث.آوي-ڪوري-نهان.

**نهانيءَ وارو نينهن:** ذ.اڻ لکيءَ پڪي محبت.

**نهايَت:** ث(ع) حد-انتها.چيم.(ظ) بيحد-بي انتها.

**نِهٿو:** ص.هٿين نِهو-هٿين خالي.جنهن جي هٿ ۾ ڪو به هٿيار نه هجي.

**نِهٺائي:** ث.نياز نوڙت-هيٺاهين-نيازمندي-عاجزي-حليمائي.

**نِهٺو:** ص.جنهن کي هٺ يا غرور نه هجي.حليم-بردبار.(ث.نهٺي).

**نَهجُ:** ذ(ع) طور-طريقو.ڍنگ.رستو-گس.

**نَهرَ:** ث(ع) قدرتي وهڪرو-ڦاٽ.نئن.وڏو واهه.

**نِهرَ:** ث.بند ڪرڻ يا پورڻ جي حالت.

**نهرائي:** ث.گهاٽائي-ڳوڙهاڻ.مضبوطي-پختائي.

**نِهرَڻ:** م.دفن ڪرڻ-پورڻ.جڪڙڻ.

**نِهرَڻ، نهيرڻُ:** ث.هٿن پيرن جي ننهن لاهڻ جو اوزار-نيل ڪٽر.

**نَهرو، نِهرو:** ص.جيڪو اندران خالي يا پورو نه هجي.ڏاڍي ڳم وارو.سخت.(ضد.پورو).(ث.نهري).

**نَهرو ٿيڻ:** بد اخلاق ٿيڻ.سرڪش ٿيڻ.

**نُهرو:** ص.گهاٽو-ڳوڙهو-ڳتيل.

**نَهري:** ص.نهر واري.نهر تي آباد ٿيندڙ.

**نَهري زمين:** ث.واهن تي آباد ٿيندڙ زمين.

**نَهڙي:** اسم خاص.هڪ ذات جو نالو (اڪثر ٿر ۾)

**نَهڪار، نَهڪَر:** ث.انڪار-نا ڪار.

**نهلَ:** ص.چئيوان-فرمانبردار-حياءَ ادب وارو.

**نَهلو:** ذ.تاس ۾ نون داڻن وارو پتو-نَولو.

**نُهَندَ:** ث.ننهن جي رهند-رهڙ.

**نُهَندو:** ذ.نهند-رهندو-رهڙ.

**نهَنگ:** ذ.گهوڙيال-مانگرمڇ (آبي جانور).أبدانو (سٿڻ جو).

**نهنگ:** ص.بيخوف-بي ڊپو.لاغرض-نسنگ.تارڪ الدنيا.

**نَهَڻُ:** م.ٻڌڻ-قابو ڪرڻ.

**نِهَڻُ:** م.ٻيڻ-ڪٽي وجهڻ.پري ڪرڻ.مات ڪرڻ.

**نِهو:** ذ.ٻڙ-نسل.اصل بنياد.ننگ-شرم.لحاظ.ناتر سڱ

**نِهوسهو.** ذ.ڳانڍاپو-لاڳاپو-تعلق.سنگت.عزازت.

**نِهو نهارڻ:** اصل بڙ بنياد ڏسڻ.لحاظ رکڻ.

**نَهور:** ث.اها زمين جيڪا اڳ آباد نه ٿي هجي-نئين ڪنواري زمين.

**نِهوڙجڻ:** م.موهت ٿيڻ-عاشق ٿيڻ.ڦاسجڻ.

**نِهوڙڻُ:** م.نابود ڪرڻ.ناس ڪرڻ.غرق ڪرڻ.نپوڙڻ.وني وجهڻ (بيماري).

**نِهوڙي نيڻ:** مارڻ-فنا ڪرڻ.

**نَهي:** ث(ع) روڪ-منع.

**نهي:** ث.ناتو- سَنبَندَ- نِهو.عزازت- مٽي مائٽي.
**نَهيرو:** ذ.مانڊاٺيءَ جي جهل لاءِ مُني.
**نئڙت:** ث.نوڙت.
**نئڙن:** م.نوڙڻ.
**نئڙو:** ذ.ٻيڙيءَ جواڳيون حصو- آڳيل.
**نَئن:** ث.برساتي نهر.
**نَئون:** ص. (ف: نَو) تازو- جديد- تهدر. نڪور. انوکو- نرالو. اڻجاڻ. اجنبي- غيرواقف.سيکڙاٽ.
**نئون اُپرندڙ:** ذ.نوخيز- سرجيندڙ.
**نئون پُراڻو:** ص.جيڪو موجود هجي. جيڪ شيءِ في الحال ملي وڃي.
**نئون پراڻو ٿيڻ:** رلي ملي وڃڻ.استعمال ٿيڻ- واپرجڻ.
**نَئون جَمڻ:** سخت بيماريءَ مان شفاياب ٿيڻ. ڪنهن مصيبت مان وڏي مشڪل سان آزاد ٿيڻ.
**نئون چَنڊ:** ذ.نئون مهينو.
**نَئون سَنئون:** ظ.نئين سر- نئين نموني.
**نئون راڳُ:** ذ.تازو معاملو.تازو تڪرار.نئون فتنو.
**نئون عهدنامو:** ذ.انجيل (توريت کي پراڻو عهدنامو چوندا آهن).
**نئون نِڪور:** ص.بلڪل نئون- تهدر نئون.
**نئون نِمرو:** ص.بيماريءَ مان صحتياب ٿيل.تازو توانو.
**نئون نَويلو:** ذ.نوجوان- ڦوه جوانيءَ وارو.
**نئين سِجُ:** ظ.هر ڪنهن ڏينهن- هر روز.
**نَئين سج نقارا وڄڻ:** ڏينهون ڏينهن مشهور ٿيڻ- شهرت وڌڻ.
**نئين سِر:** ظ.شروع کان.نئين نموني.
**نَئين:** ص.تازي.جديد.ڪوري.
**نَئين سَئين:** ث.ليکو صاف- حساب چُڪتو- وهنوار.
**نئين ڳالهه:** ث.عجيب ڳالهه.انوکي ايجاد.
**نَئين نوڙي ڪرڻ:** سودو ڪرڻ- مٽاسٽا ڪرڻ.
**نئين وهاڻي:** ث.فجر جو وقت- پرڀات.
**نَي:** ث(ف) ڪاني.نڙ نڙاندي.بانسري.
**نِيءَ:** ث.ڏوٻياڻي- ڪتياڻي.(شهه جو رسالو).
**نِيابَتَ:** ث(ع) نائبي.اڳواڻي.
**نِيات:** ث.قبيلو- گهراڻو. ڪٽنب.نک.قوم.پ ٿيچاري- برادري.
**نيات مان ڪڍڻ:** برادريءَ مان بيڪالي ڏيڻ.
**نياتيرو:** ص.نيات جو- سماجي- پنگتي.
**نياتي:** ص.ساڳيءَ نيات وارو- ذات ڀائي.
**نياپو:** ذ.پيغام- سَنيهو.
**نيارو:** ص.نرالو- انوکو.مختلف.جدا- الڳ. (ث.نياري).
**نيازُ:** ذ (ف) عرض- گذارش. خواهش- اميد. منٿ. عاجزي. ملاقات.فاتحه درود.نذر.
**نياز حاصل ڪرڻ:** ڪنهن بزرگ سان ملاقات جو شرف ملڻ.
**نياز ڪرڻ:** ڪنهن ولي يا امام جي نالي تي خيرات ڪرڻ.
**نيازمَندُ:** ص(ف) مطيع.فرمانبردار.حاجتمند.
**نيازمندي:** ث.فرمانبرداري.هٿ جوڙ.دعا سلام.خدمتگذاري.
**نيازنامو:** ذ.گذارش- درخواست- لکت ۾ عرض.
**نياز نوڙت:** ث.نيزمندي.حليمت.عرض- التجا.
**نيافَت:** ث.آتهوند- قلت- اڻاٺ.ڏڪار.
**نيامَ:** ث(ف) تلوار جي ميان- ڪپَ.
**نيانُ:** ذ.نندو تلاءُ- مالءِ ماٺهن جي پيئڻ لاءِ تلاءُ.
**نياڻو:** ذ.ناني- چاٺو.
**نياڻي:** ث.ڌيءَ.ڇوڪري- ڪنيا.
**نياڻي اُڪلائڻ:** ڌيءَ جي شادي ڪرڻ.
**نياڻي سياڻي:** ث.سامايل ڇوڪري- عاقل بالغ نينگري.
**نياءُ:** ذ(س) انصاف- عدل- داد.فيصلو- نبيرو.
**نياءُ ڪار:** ص.فيصلو ڪندڙ- مُنصف.
**نيائي:** ص.حقي- واجبي- انصاف روءِ.
**نيباهو:** ذ.گذر بسر- نباهه.توڙ تائين نباهڻ.
**نيباهُو:** ص.نبهيندڙ.جٺاءُدار- جهالو.
**نيبهُ:** ذ.توڙ نباهڻ واري رسم- حاصل.مُباح.چيهُ.وفا.
**نيَتَ:** ث(ع) ارادو- قصد.مرضي- خواهش.نماز روزي وغيره جي ارادي واري دعا.
**نيت خراب ٿيڻ:** دل ۾ بي ايماني ٿيڻ.بد ڪاريءَ جو ارادو ٿيڻ.
**نيَتَ ڪرڻ:** ارادو ڪرڻ.
**نيت لوڙڻ:** ڪيتو پوکڻ- خراب ڪمن جو نتيجو ڏسڻ.
**نيت ۾ خلل هئڻ:** دل ۾ بي ايماني ٿيڻ.
**نيت، نيتي:** ث(س) طور طريقو.چال.هلي چلي- رسم رواج.
**نيتا:** ص.اڳوان- رهبر- ليڊر.
**نيَتَڻُ:** م.نيت ڪرڻ- ارادو ڪرڻ.
**نيتُ:** ذ.چمڙ جو رسو (اُن کي ٻڌڻ يا کوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ).

نيٽ: ذ. (انگ) هڪ قسم جي وڻ جي ڪاٺي. نيٽ جو سنهو لچڪدار لڪڻ- بيد. چاري- چار (راند لاءِ).
نيٽو: ذ. مانڌاتي ۾ پيل چم جي وڏي (جنهن سان مانڌاتي ڦري).
نيٺ: ظ. آخر- نڌان- آخرڪار- پڇاڙيءَ ۾.
نيٺان نيٺ: ظ. بلڪل پڇاڙيءَ ۾- آخرڪار- نيٺ نڌان.
نيپاڄ: ذ. نپايل- وڏو ڪيل- پرورش ڪيل.
نيپالي: ص. نيپال مُلڪ سان نسبت رکندڙ.
نيچ: ص. ڪميڻو- رذيل. ادني. خسيس. هيٺ.
نيچائي: ث. هيٺاهين- نشيب- تمام هيٺ هئڻ واري حالت (ضد. اوچائي).
نيچپائي: ث. ڪميڻپ- رذالت.
نيچر: ذ (انگ) فطرت. خلقت- پيدائش. قدرت.
نيچرل: ص (انگ) فطري- قدرتي.
نيچو: ذ. ٻٽ جي ڏاڪي سان حتي جو نڙ.
نيچون: ذ (انگ) هڪ آسماني گرهه جو نالو.
نيڄ: ذ. ڳهيڙ. وهڪرو. نديءَ جي شخ.
نير: ذ (ع) سج- سورج.
نيرُ: ذ (سن) پاڻي- جل- جر. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن مان ڪارو رنگ نڪري). ڪارو رنگ. نيل- ڳِلي.
نير پوڻ: سخت مار سبب بدن تي ڀَنا نڪرڻ.
نير ۾ ٻوڙڻ: داغ لڳائڻ. بدنام ڪرڻ.
نيرُ، نيئرُ: ذ. زنجير- سنگهر. ڏاوڻ.
نيران: ث. نيرن- ناشتو.
نيرانو: ص. بنا کاڌي- بکيو- لنگهڻو. (ث. نيراني).
نيراڻ: ث. نير جو رنگ. نيري رنگ جو اثر.
نيرائڻ: م. نيرو رنگ ڏيارڻ (ڪپڙي وغيره کي). رنگ ڏيارڻ- رڱائڻ.
نيرائون: ص. نير جي رنگ جهڙو- آسماني- نيرو.
نيرڳي: ث. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.
نيرن: ث. صبح جي ماني- ناشتو.
نيرنگُ: ذ (ف) شعبدو. جادو ٽونو. فريب. خيال- وهم. ڪو نئون خيال.
نيرنگ باز: ص. مڪار- فريبي.
نيرنگي: ث. جادوگري. فريب. عجائبات. طلسمات. انقلاب.
نيرو: ص (ف) نيلو- آسماني. ڀورو يا خاڪي رنگ جو گهوڙو.
(ث. نيري).
نيروٽو: ذ. نير ۾ ٻُڏل يا رڱيل ڪپڙو.
نيروٽي، نيرولي: ص. ڪپڙن کي نير جو رنگ ڏيندڙ- کهنباتي.
نيرون ڪوٽ: اسم خاص. حيدرآباد شهر جو اڳئين نالو.
نيري: ذ. ڪمند يا ڪڻڪ وغيره جو ڀريون لڻڻ فصل. چاڙهي (ٻڪري).
نيري ٽيپهري: ث. سانجهيءَ کان ٿورو اڳ وارو وقت.
نيڙ: ث. نهر- واهه.
نيڙو: ظ. ويجهو- قريب- نزديڪ. (ث. نيڙي).
نيڙو: ذ. ٻيڙيءَ جو اڳيل يا پڇيل وارو تختو (سامان وغيره رکڻ لاءِ).
نيز: حرف جملو (ف) پڻ- ۽. سان- گڏ.
نيزا: ذ. چلغوزي وڻ جو ڦر- چلغوزا.
نيزاري: ث (ف) منٿ- آزي- التجا. وينتي- عاجزي.
نيزاءُ: ذ (ع: نزاع) جهيڙو- فساد.
نيزو: ذ (ف) هڪ قسم جو هٿيار. ڊگهي بانس ۾ لوهي ڦر- ڀالو. جهنڊو- علم.
نيزي بازي: ث. ڀالن سان وڙهڻ.
نيزي بردار: ص. جهنڊو کڻي هلندڙ. نيزو کڻي جنگ ۾ وڙهندڙ.
نيسُ: ذ. نور- اڌمو. زيب- سينگار. سونهن- سوڀيا.
نيسارُ: ذ. ڳڻپ- شمار. ليکو- حساب.
نيسارو: ذ. ڇت تان پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ نارو.
نيساڪو: ذ. اُپو ساهه. ٿڌو شوڪارو.
نيسائجڻ: م. ڳرڻ. اندرئي اندر گم ٿيڻ. گهٽ ٿيڻ. جهڪي وڃڻ.
نيست: ص (ف) خالي. نابود. عدم- فنا.
نيست و نابُود: ص. تباهه برباد. فنا. ويران. اُجاڙ.
نيستي: ث (ف) عدم وجود. نابودي. مفلسي- تنگدستي. تباهي.
نيسرُ: ث. نار يا هُرلي ۾ پاندي جي وچ ۾ رکيل لوهي يا ڪاٺ جي نالي جنهن ۾ لوٽن ۾ پاڻي ڪري.
نيسارو: کوٺي جي ڇت تان برسات جو پاڻي هيٺ لاهڻ لاءِ ڪاٺ، ٽين يا سيمنٽ جي ٺهيل نالي.
نيشُ: ذ (ف) وڇون يا ڏيئيوءَ جو ڏنگ. مرونءَ جو ڏند. جانور (اٺ وغيره) جي ڏاڻ. جوان اُٺ. وڏيءَ عمر وارو اٺن ورهين جو اٺ. نشتر. هنڪو زخم.
نيشجڻ: م. اُٺ جو جوان ٿيڻ.
نيش زني: ث. ڏنگ هڻڻ. طعني زني. ڏاڙهڻ.

**نيشاتَ:** ص.پوڙهو- جهونو- جهور.

**نِيشانُ:** ذ(ف) نشان.هدف-آچار.علامت.داغ.

**نِيشانِي:** ث.نشاني.اهڃاڻ-علامت.

**نِيشاوان:** ص.ايماندار-ايمان وارو.

**نَيشَڪر:** ذ(ف) ڪماند-ڪمند.

**نيشن:** ث(انگ) قومر.وطن.

**نيشنل:** ص(انگ) قومي-قومر جو-وطني.

**نيشنَلٽي:** ث(انگ) قوميت.

**نيشلزَمر:** ذ(انگ) قومپرستيءَ وارو نظريو-قومپرستي.

**نيشنَلسٽ:** ذ(انگ) قومر پرست-وطن پرست.

**نِيشواهُ:** ذ.نديءَ مان نڪرندڙ وڏو واهه-ڪئنال.

**نيشي:** ص.وڏو ٿ.

**نيشي بنجڻ:** زوربر اچڻ-طاقت ڏيکارڻ.

**نيفو:** ذ.اُبداتو.

**نيڪُ:** ص(ف) سٺو-عمدو.پاڪ-پاڪيزه.پارسا-پرهيزگار. شريف.سعيد-سڀاڳو.ديندار.خداترس.

**نيڪ بخت:** ص.سڀاڳو-سعادتمند.

**نيڪ بختي:** ث.خوشقسمتي.خوشحالي.

**نيڪ بَد:** ص.برو ڀلو-چڱو مدو.

**نيڪ خصال، نيڪ خصلت:** ص.سٺچتو.ڀلو ماڻهو.

**نيڪدلَ:** ص.ڀلارو.

**نيڪ روشن:** ص.چڱيءَ طرح معلومر.ها ڪارو-مشهور.پڌرو.

**نيڪ فال:** ث.سٺو سوڻ.

**نيڪ قدمر:** ذ.چڱي چال-سٺي وِڪ.

**نيڪ مَرد:** ص.ڀلو ماڻهو-ڀلو انسان.پرهيزگار.خير جا ڪمر ڪندڙ.

**نيڪ مَنش:** ص.سٺي خصلت وارو.

**نيڪنامر:** ذ.سٺي نالي وارو.ڀلي جا ڪمر ڪندڙ.

**نيڪ نامي:** ث.نيڪ سُن-نامچار.مشهوري.

**نيڪ نيَت:** ص.خيرخواهه.نيڪ صلاح ڏيندڙ.صاف دل.جنهن جي دل ۾ دغا يا مڪاري نه هجي.

**نيڪ نيتي:** ث.گهٽگهرائي.

**نيڪار:** ص.نڪمو-بيڪار.ڪميڻو-نيچ-بي عزتو.

**نيڪالُ:** ذ.ٻاهر ڪڍڻ جو عمل-اخراج.وڪرو.نڪرڻ جو هنڌ.

**نيڪال ڪرڻ:** ٻاهر ڪڍڻ.خرچ ڪرڻ.وڪرو ڪرڻ.

**نيڪالي:** ث.اخراج.ٻاهر ڪڍڻ.بي دخلي.ملازمت مان ڪڍڻ.

**نيڪاهو:** ذ.ڳاهه جو هڪ قسمر.

**نيڪَر:** ذ.نيڪال-نيڪالي.

**نيڪر وَهائڻ:** سارين جي لاباري کان اڳ ٻوڪ مان ڇڙيو پاڻي ڪڍڻ.

**نيڪَر:** ث(انگ) گوڏن کان مٿي تائين واري سلوار-لانگوٽ.

**نيڪلس:** ذ(انگ) هڪ قسمر جو ڳچيءَ جو زيور-ڳچيءَ جو هار.

**نيڪوڪار:** ص.نيڪيءَ جا ڪمر ڪندڙ.

**نيڪي:** ث(ف) ڀلائي-چڱائي.بهتري.احسان.خير جو ڪمر. پرهيزگاري.تعريف-ساراهه.

**نيڪي بَدي:** ث.چڱائي مَٺائي-بُرائي ڀلائي.

**نيڪي ڪرڻ:** ڀلائي ڪرڻ-احسان ڪرڻ.چڱائي ڪرڻ

**نيڪامر:** ذ.ٻنيءَ يا ٻارن ۾ پاڻي وهائڻ جو هنڌ-آواندو.

**نيڪيٽي:** ث.نڪيٽي-وداع(ڪنوارڪي).

**نيگرو:** ذ(انگ) حبشي-زنگي.

**نِيلُ:** ذ(سن: نير) نير جو وڻ يا ٻوٽو.نيرَ جي ٻوڪ.قبي جي چوٽي - ڪلس.جسمر تي لڪڻ وغيره جي ڏڪ جو ڪارو يا نيرو نشان-ٻنو.مصر جو مشهور درياءُ.هڪ سؤ ڪَربَ (تعداد)-پدمر

**نِيلَ ٿيڻ:** جسمر تي نيرا يا ڪارا چٽا ٿيڻ.

**نبلامرُ:** ذ.واڪ ڏيئي مُلهه ڪٽڻ-اعلانيه وڪرو.

**نيلامر ڪرڻ:** واڪ سان وڪرو ڪرڻ.

**نيلامر جو مال:** ذ.گهٽ معيار وارو مال.

**نِيلامرُ گهرُ:** ذ.اها جاءِ جتي واڪن ذريعي وڪرو يا خريداريءَ جو ڪاروبار ٿئي.

**نيلامي:** ص.نيلامر جو-نيلامر وارو.رواجي.اڌمُڙيءَ ۾ ورتل.

**نيل ڪنٺ:** ذ.پکيءَ جو هڪ قسمر-چانهپکي.

**نَيل گگن:** ذ.نيرو آسمان-آڀ-امبر.

**نَيلگر:** ص.نيل يا نير جو ڪمر ڪندڙ-نيروتي-ڪتي.

**نَيلگون:** ص(ف) نيلو-نيرو-آسماني.

**نَيلَمرُ:** ذ(ف) هڪ قسمر جو قيمتي جواهر.

**نَيلو:** ص.نيلي رنگ جو-نيرو-آسماني.(ث.نيلي).

**نَيلوفر:** ذ(ف) ڪَنوَل-ڪنول جو گل.

**نيمر:** ذ(سن) دستور-طريقو.رسمر.وقت-ٽيت.معمول.

**نيمر ڏَرمر:** ذ.مذهبي پابندي.پرهيزگاري.

**نيم شاستر**: ذ.قاعدن قانونن وارو ڪتاب.
**نيمائتو**: ص.باقاعدي- قاعدي بَڌو.باترتيب.
**نيمُ**: ذ(ف)ٿورو.اڌ- نصف.وچ- درميان.
**نيم بسمل**: ص.اڌمئو.گهايل- مجروح.
**نيم پختہ**: ص.اڌپڪل- اڌپَڪو.
**نيم جان**: ص.اڌمئو.
**نيم جوش**: ص.ٿورو ٽهڪايل- اڌاوباريل.
**نيم حڪيمُ**: ذ.ٿوري طبابت ڄاڻندڙ.
**نيم خوابي**: ٿ.ننڊ اکڙائي.اڌننڊ.
**نيم شَب**: ٿ.اڌرات.
**نيم قطر**: ذ.اڌقطر(يعني مرڪز کان ونيءَ گهيري تائين مفاصلو).
**نيم گرم**: ص.ننهن سوسڙو.تازو(پاڻي).
**نيم وا**: ص.اڌکليل- اڌپٽيل(اکيون).
**نيمچو**: ذ(ف)هڪ قسم جو هٿيار(ننڍي تلوار)- وڏو خنجر.
**نَيڻ**: ذ(سن)اک- چشم- نيڻ.
**نَينان**: ذ"نَين" جو جمع- ڪيون.
**نينياڙَڻ**: م.لتاڙڻ- مارڻ.هيسائڻ- دٻائڻ.
**نيندَ**: ٿ.ڪوٺ- سڏ- دعوت- ڪانڊ.
**نيندَ ڏيڻ**: سڏ ڏيڻ- دعوت ڏيڻ- ڪوٺ ڏيڻ.
**نينديو**: ذ.اونهوپاڻي- وچ سِير.
**نين سُک**: ص.اکين کي آرام ڏيندڙ.(ذ) ڪپڙي جو هڪ قسم.
**نينگرُ، نينگرو**: ذ.ڇوڪرو.پُٽ.ٻارُ
**نينگرِ، نينگرِي**: ٿ.ڇوڪري.ڌيءَ.ٻارڙي.
**نينگه**: ٿ.زال- عورت- زائفان.
**نينگو**: ذ.ڇوڪرو- ٻار.وڏوسوراخ.
**نينهُ، نينهن**: ذ(سن:نيہ)محبت- پيار.عشق.لَنئُون.
**نينهن لَڳڻ**: عشق ٿيڻ- عشق ۾ اڙجڻ.
**نينهن ناب**: ٿ.عشق جو آرو.
**نينهن نيائڻ**: محبت کي توڙ تائين رسائڻ.
**نيڻُ**: ذ(سن:نَين)اک- چشم.نظر.
**نيڻ ٺرڻ**: خوش ٿيڻ- سرهو ٿيڻ- باغ بهار ٿيڻ.

**نيڻ نچوئڻ**: اکيون اگهڻ.لڙڪ وهائڻ.نوچ جو ڪم ڪرڻ(پيرڻ پرڻ يا لکڻ پڙهڻ).
**نيڻ نائڻ**: اکيون هيٺ ڪرڻ- ڪنڌ نمائڻ.
**نيڻ وَهائڻ**: تمام گهڻو روئڻ- هنجون هارڻ.
**نِيڻُ**: م.کڻي وڃڻ.وٺي وڃڻ.ساڻ ڪري وڃڻ.
**نيڻات**: ٿ.نماڻائي- نمرتا- بردباري.
**نيئو**: ذ.ڪپڙن ڌوئڻ جي سوٽي- ڏُڪري.ٺپڻي.
**نيوَ**: ٿ.بيڙه- بُنياد.
**نيوارو**: ذ.اَن جي ٿوروقت ساهميءَ ۾ جدا ٻڌل اَن.
**نيوالو**: ذ(ف)نوالو- گِرنه.
**نيوَر**: ذ.سَنَ يا چَم مان ٺهيل گول ڪڙا(پيرن ۾ پائڻ لاءِ).
**نيُوز**: ٿ(انگ)خبر.
**نيوز ايجنٽ**: ذ(انگ)اخبارون وڪڻندڙ- اخبار فروش.
**نيوز ايجنسي**: ٿ(انگ)اخبارن کي خبرون رسائيندڙ ادارو.
**نيوز ايڊيٽر**: ذ. (انگ)خبرن جو انچارج(اخباري دفتر ۾).
**نيوز پرنٽ**: ذ(انگ)اخبارن ۾ ڪتب ايندڙ سادو ڪاغذ.
**نيوز رُوم**: ذ(انگ)اخباري دفتر ۾ اهو ڪمرو جتي خبرن جي سُوڌ سنوار ٿئي.
**نيولو**. ص.فقط- رڳو- صرف.اڪيلو- ڇڙو.
**نيوِي**. ٿ(انگ)بحري فوج- سامونڊي فوج.
**نيهُ**: ٿ.بنياد- بيڙه- نيو.
**نيه رکڻ**: بيڙه رکڻ- بنياد رکڻ.
**نيہُ، نيهُن**: ذ.نينهن- پريت- لئون.عشق.
**نيهان**: ٿ.آرهڙ واري سخت تپش- آرهڙ
**نيهو**: ذ.بُنُ- بنياد- اصل.محبت.عشق.
**نيهي**: ذ.منيءَ سان لڳيتو ڳاهم وهندڙ ڏاند.(ص) عاشق.
**نيئڙ**: ذ.نيڙ- زنجير.هٿ ڪڙي.

ڻ

ڻ: ذ.اُچار 'ٽي' "سنڌي الف- بي" جو ٽيتاليهون اکر. سنڌي حروف تهجيءَ جي سٽن خاص آوازن مان هڪ اُچار جيڪو عربي، فارسي ۽ آريائي ٻولين ۾ ڪونهي.



و: ذ(ع) أچار 'واءُ' "سنڌي الف- بي" جو اوڻونجاهون اکر. عربيءَ جو ڇويهون ۽ فارسيءَ جو ٽيهون اکر. ابجد موجب عدد (6).

وَ: حرف جملو (ف) ۽. سان- گڏ.

وِ: ظ (سن) جدا- ڌار- الڳ (مرڪبن جي اڳياڙي وارو اکر. مثلاً: وِديس. وِڪار).

وا: ص (ف) کليل. ويڪرو- ڪشادو.

وا ڪرڻ: کولڻ- ظاهر ڪرڻ. ڪشادو ڪرڻ.

وابستہ: ص (ف) تعلق رکندڙ- لاڳيپيل. ڳنڍيل.

وابستگي: ث (ف) تعلق- ڳانڍاپو.

واتُ: ذ. ڏندن ۽ زبان وارو خال، جتي کاڌو چباڙي پيٽ ۾ ڳيهجي ۽ جتان پاڻي وغيره پئجي- مُک.

وات اُٿڻ: وات پچي پوڻ- وات ۾ ڦلڻا ٿيڻ.

وات اچڻ: اُلٽي اچڻ- قيءِ اچڻ. ڳڳ وهڻ.

واتار: ث. وات هڻڻ واري حالت- بَڪ بَڪ- جهڳي.

واتارڻ: مر. نظرن سان زخم رسائڻ. جهڳي هڻڻ.

واتان: ظ. وات مان- مُک مان.

واتان ڪڍڻ: ڳهٽ وڏ ڳالهائڻ- گاريون ڏيڻ.

وات بڌڻ: ڳالهائڻ کان منع ڪرڻ. گونگو ٿي ويهڻ.

وات پرڻ: ڏيو ڪرائڻ. لب يا رشوت ڏيئي مٺ ڪرائڻ.

وات تي آڻڻ: زبان تي آڻڻ. اظهار ڪرڻ. بيان ڪرڻ.

وات ٽُڪائي: ث. ڪنهن معاملي بابت مٿاڇري صلاح.

وات پاڻي ٿيڻ: روح رسڪڻ. ڪائڻ يا حاصل ڪرڻ جي خواهش ٿيڻ. لالچ ٿيڻ.

وات پٽيو: ص. موکو. واٺرو.

وات پوڻ: سامهون جواب ڏيڻ- اڳنگي هلت هلڻ.

وات جو ڪٽيو: ذ. چالاڪي- انڪل.

وات چباڙڻ: خار کائڻ- ڏند ڪرٽڻ- چڙ لڳڻ.

وات چوٽ: ص. اجايو ڳالهائيندڙ- زبان دراز. بيحيا.

وات خرچ ٿيڻ: زباني چوڻ چائڻ سان ڪم ٿيڻ.

وات ڏيڻ: ڪنهن سان هرو پرو لڙ ڪرڻ. گارگند ڪرڻ.

وات رَس: ذ. فهميد و ڳالهاءُ. وات جو پاڻي.

وات زَباني: ظ. مُنهان مُنهن- روبرو.

وات سُڪي وڃڻ: ڊپ يا اُڃ کان وات خشڪ ٿيڻ.

وات سڻيو ڪرڻ: رشوت ڏيڻ. رشوت کائڻ.

وات ڦاٽڻ: عجب ۾ پوڻ- حيران ٿيڻ.

وات ڦاٽوڙو: ص. گهڻو ڳالهائيندڙ. سيڪجهه چئي ڏيندڙ.

وات ڦاڙڻ: واٺرو ٿيڻ. رڙ ڪرڻ. رشوت ونڻ.

وات ڪارو: ص. جنهن جي ڀٽ پاراتو اثر ڪري.

وات ڪڍڻ: گاريون ڏيڻ- گارگند ڪرڻ.

وات ڪنديڙڻ: ڇي ٿيڻ. بيزار ٿيڻ.

وات کولڻ: زبان سان اظهار ڪرڻ.

وات کي هٿ ڏيڻ: خاموش رهڻ- نہ ڳالهائڻ. صبر ڪرڻ.

وات ۾ گُلاب هئڻ: تمام سهڻي ڳالهہ ڪرڻ.

وات ۾ مُڱ وجهڻ: نہ ڳالهائڻ. سچ چوڻ جي همت نہ رکڻ.

وات مٺڙو: ص. چاپلوس- خوشامدي.

وات مٺو ڪرائڻ: مٺائي کرائڻ (ڪنهن خوشيءَ سبب). رشوت ڏيڻ.

وات واڪارو: ص. کهرو ڳالهائيندڙ. بي ادب- اڏنگو. بيحيا.

وات وتارڻ: وات خراب ڪرڻ. اجايو سجايو کاڌو کائڻ.

وات وجهڻ: چڪ هڻڻ. جادو ڪامڻ ڪرائڻ.

وات وجائڻ: بد شد ڳالهائڻ.

وات ورهائجي وڃڻ: منافقي ڪرڻ.

وات هڻڻ: اجايو ڳالهائڻ. اڏنگو ڳالهائڻ. بڪ ڪرڻ.

واتراڏو: ص. وات ڪندڙ- گهڻو ڳالهائيندڙ. بَڪ ڪندڙ. (ث. واتراڏي).

وات ڳاڙهو: ص. اڻ آزمودگار. نئون سنئون. جنهن کي اجا وڏي نديءَ سان ڳالهائڻ جي سڃاڻ نہ هجي.

وات وڏو: ص. گهڻ ڳالهائو- بَڪ بَڪيو. بدصورت.

وات رَسيو: ص. نظر هڻندڙ- نظرو- هوسيندڙ.

وات وَڪيل: ص. خودمختار. عاقل بالغ. پاڻ ڳالهائيندڙ.

واتُورجڻ: مر. وات ڪرڻ. اڏنگو ڳالهائڻ. زباني تڪرار ڪرڻ.

واتُوري: ث. بسانگي کائي.

واٽُونو: ص. واٽ مان نڪتل. زباني- واٽ جو.
واٽين ويٽي: ظ. زبانيءَ طرح- زبان سان.
واٽ: ث. گس- رستو- سڙڪ. پيچرو. راهه- طريقو. لنگهه. رواج.
واٽ تي ويهڻ: گس بند ڪرڻ. ڪم ڪان نڪري وڃڻ.
واٽ ٿيڻ: رستو ملڻ. پنڌ پوڻ- هلڻ.
واٽ پُڇڻ: گس پڇڻ. ڏس پڇڻ.
واٽ پَنڌ: رستي سان- هلندي- اوچتو.
واٽ ڏسڻ: راهه ڏسڻ- انتظار ڪرڻ. واجهائڻ.
واٽ ڏيکارڻ: رستو ڏسڻ. سنئين راهه ڏيکارڻ. طريقو ڏيکارڻ.
واٽ سَنائي هئڻ: منزل آسان هئڻ- سولو ڪم هئڻ.
واٽ لائڻ: گس لائڻ. رستو ٻڌائڻ. سونهون ڪرڻ.
واٽ نهارڻ: انتظار ڪرڻ.
واٽ نہ وارڻ: منهن نہ ڏيڻ. بلڪل انڪار ڪرڻ.
واٽ واهُو: ص. ڏگ ونئي ويندڙ- راهي. مسافر.
واٽ وٺڻ: رستو وٺڻ. پيروي ڪرڻ. عمل ڪرڻ.
واٽون وَهائڻ: ظلم ڀارڻ- انڌير ڪرڻ. دربدر ڪرڻ.
واٽ ويندي: ظ. رستي هلندي. هروڀرو- خوامخواهه. بنا سبب.
واٽ ويهني: ث. ڇنال عورت.
واٽ: ذ (انگ) برقي طاقت جو ماپو.
واٽائتو: ص. گس سان- رستي سان. طريقي سان.
واٽائُو: ص. واٽ ويندڙ- واٽهڙو.
واٽَر: ذ (انگ) پاڻي. شخ مان نڪتل واهي.
واٽر پُروف: ذ (انگ) پاڻي روڪ- جنهن تي پاڻي اثر نہ ڪري.
واٽر سپلائي: ث (انگ) پاڻيءَ جي فراهميءَ جو نظام.
واٽر ڪلر: ذ (انگ) آبي رنگ- مصوريءَ ۾ ڪم ايندڙ رنگ.
واٽڻ: م. ورچڻ- ورهائڻ- ونڊڻ.
واٽو، واٽڻو: ذ. حصو- ڀاڱو- ٻخرو- پتي. ٽڪرو. ورڇ ۾ مليل حصو.
واٽُو: ذ. پيسڪوٽ راند ۾ لاڳيتا ست هٿ کٽڻ.
واٽُو ڀاوَڻ: پيسڪوٽ راند ۾ نہ فقط واٽُو ڏيڻ، پر تيرهن ئي هٿ کٽي وڃڻ. نقصان. صدمو.
واٽهڙو: ص. واٽ ويندڙ. مسافر.
واٽي: ث. ٻہ ٻاهين کان وڌيڪ ڪپڙن کي ٺاهي سٽي رکڻ واري حالت.
واٽڻ: م. آڱر سان ڏيکارڻ- ڏسڻ.
واٽو: ذ. خاص نوڪر- خدمتگار.

واٽو: ذ. مرونءَ کي جهليندڙ ڪنٽو.
واثقُ: ص (ع) پڪو- مضبوط. مستحڪم. مستقل.
واپارُ: ذ (سن: وياپار) سوداگري. سودو- وڻج. تجارت. ڏنڊ ڪرت. ڪاروبار- ڏيتي ليتي.
واپارڪو: ص. واپار جو- تجارتي.
واپار وڙو: ذ. ڏنڊ وڏاڙي- وڻج واپار.
واپاري: ص. سوداگر- تاجر. مال جو واپار ڪندڙ.
واپرائڻ: م. استعمال ڪرڻ- ڪم ۾ آڻڻ (ڪائڻ. هنڊائڻ).
واپرڻ: م. استعمال ٿيڻ- ڪتب اچڻ.
واپريل: ذ. ڪم آندل- ڪتب آيل. ڪُهنو- پراڻو- جهونو.
واپس: ظ (ف) پنيان موٽ. موٽ ڪائڻ. پنيان- پوئتي. موٽي- وري.
واپس اچڻ: موٽي اچڻ- وري اچڻ.
واپس ڪرڻ: موٽائڻ. موٽائي ڏيڻ. پنتي ورائڻ.
واپس وَرڻ: موٽڻ- واپس ٿيڻ.
واپسي: ث. موٽ- مراجعت.
واجب: ص (ع) ضروري- لازمي. مناسب- لائق. درست. فقہ موجب اهو ڪم جيڪو ڪنهن عذر کان سواءِ ڇڏبو تہ عذاب ٿيندو
واجب ڄاڻڻ: لازم سمجهڻ. درست سمجهڻ.
واجبُ الاَدا: ص. ادا ٿيڻ جوڳو- ضروري ادائيگيءَ وارو
واجبُ القتل: ص. قتل ڪرڻ جوڳو.
واجبُ الوُجود: ص. حقيقي هستي- خدا تعاليٰ.
واجبُ التعظيم: ذ. تعظيم لائق- بزرگ. محترم.
واجبات: ذ (ع) "واجب" جو جمع. ضروري ڪم. فرائض. ادا ٿيڻ جوڳا ماهوار پگهار، قرض وغيره.
واجبي: ص. ضروري- لازمي. درست- بجا. قدري مناسب.
واجبي ڳالهہ: مناسب ڳالهہ.
واجد: ص (ع) وجود ڏيندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
واجٽ: ذ. سازن جو وڏو آواز. واڄي جو آواز- واڄو.
واجٽ وڄائڻ: متيون منجهائڻ. حيران ڪرڻ. جس ڪٽڻ.
واجو: ذ. وڄائڻ جو ساز- ٻاجو. ڪنهن ڌاتوءَ يا ساز وغيره جو آواز.
واجوٽي: ث. تنبوري جي تار ٻڌل ڪاٺيءَ جو ٽڪر.
واجورو: ذ. گاهہ جو هڪ قسم.
واجيرو: ذ. سازتي نچندڙ. (ص) واڄو ڪندڙ.
واجهہ: ذ. وڏو ٿلهو رسو. ڪاٻار جو رسو.
واجهہ وجهڻ: حيلا ڪرڻ. ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**واجهائڻُ:** م. جهاتيون پائڻ. انتظار ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ.

**واجَهڻُ:** م. سڪڻ- خواهش ڪرڻ. نهارڻ- ڏسڻ.

**واجائي:** ث. "واتئي" جو مونث.

**واجَڻُ:** م. واتڻ- مڙهڻ.

**واچَ:** ث. تيز هوا جو چوهو- جَهڪَ.

**واچ:** (انگ) وقت ڏيکارڻ لاءِ ننڍي گهڙي.

**واچ ميڪَرُ:** ص (انگ) واچون ناهيندڙ- گهڙي ساز.

**واچا:** ث (سن) گفتگو. ڳالهه. واعدو- وچن. ٻوهي- قسم.

**واچَڙ:** ذ. واچ وارو- طوفاني. واچوڙو.

**واچَڪ:** ث. زباني ٻولي- ڳالهه ٻولهه واري زبان.

**واچَڻُ:** م. ڏسڻ- جاچڻ. نهارڻ. پڙهڻ.

**واچ ڏيڻ:** ٻول ۾ ٻڌڻ- قول ۾ اچڻ.

**واچِني:** ث. پڙهڻ جو ڪم- مطالعو. چِٺي- خط.

**واچُوڙو:** ذ. تيز گهمري وارو واءُ. گرم هوا جو ڦرندڙ چوهو (جيڪو لاٽ ۾ طوفان جي ڪري مٽي چڙهي ٿي پاڻ سان چڪر ۾ مٽي، ڪک وغيره کڻي) - گردبار.

**واچِي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**واچِيندڙ:** ص. پڙهندڙ. ڏسندڙ. جاچ ڪندڙ.

**واڇَ:** ث. وات جي اُها جاءِ جتي ٻنهي چپن جي ڪنڊ لڳي- ڳلاڦَ.

**واڇُون ٽِڙڻ:** خوشيءَ يا حيرت مان کلڻ سبب واڇون کليل هجڻ.

**واڇان:** ص. واڇون ٽڙيل. بيحد بيوقوف. بلڪل ناسمجهه.

**واڇِر:** ص. وڏين واڇن وارو.

**واڇِري:** ث. گهڻ ڳالهائو (عورت)- واترادي.

**واڇَڙ:** ذ. چوٽ لڳندڙ واءُ- هڪ ساريڪي هوا.

**واحِدُ:** ص (ع) هڪ. اڪيلو- تنها. انوکو. خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**واحد شاهد:** ذ. واقف- باخبر. خدا تعاليٰ.

**واد:** ذ (سن) بحث- تڪرار- مناظرو.

**وادِي:** ث (ف) ٻن ٽڪرين يا پٽن جي وچ واري هيٺاهين زمين- ماٿري.

**وادِي:** ث. پاڻيءَ جي وهندڙ واهي.

**واڌَ، واڌِ:** ث. واڌارو- اضافو. گهٽ نه ٿي. وڌڻ (اويڙ).

**واڌارو:** ذ. گهٽائي. واڌ. نفعو- فائدو. ترقي.

**واڌاري:** ظ. وڌيڪ- زياده- گهڻو.

**واڌاتو:** ذ. مبارڪبادي. وهانءَ جي رسم.

**واڌائي:** ث. ٻار ڄمڻ جي مبارڪ. مبارڪباد. خوشنودي.

**واڌايُون:** ث. مبارڪون.

**واڌايون وَرڻ:** خوشيون ٿيڻ. مبارڪون ملڻ.

**واڌپو:** ظ. واڌارو- واڌ. گهڻو. جهجهو.

**واڌُو:** ص. وڌيڪ- زياده. بچت. گڏ- شامل. حساب ۾ جوڙ جي نشاني.

**واڌوانِي:** اسم خاص. هندن جي هڪ ذات.

**واڏِي:** ث. واڏ- چاڙهو. هٿي. ٽيڪر.

**واڏي ڏيڻ:** هٿي ڏيئي ڪو ڪم ڪرائڻ.

**واڏڪُ:** ذ. طاقئين دروازي جي طاق کي پنيان جهل ۾ مضبوطيءَ لاءِ ڪاني.

**واڏَڻ:** ث. کٽ جي پيرانديءَ طرف کٽ چڪڻ جي رسي- تانگهه.

**واڏِي:** ص. ضدي- هوڏي- تڪرار ڪندڙ.

**واڍُ:** ذ. رسو- نوڙ. واڄهه.

**واڍامو:** ذ. رنبي وغيره جي چيڙي جي چوڏاري ويڙهيل چَم جو چلو.

**واڍُڙ:** ذ. بصر جي وڍيل ڳنڍ. نوڙهوون. (ص) وڍيندڙ. ظالم.

**واڍِڪو:** ص. واڍي جو. واڍن جو ڪم. واڍي جو اوزار.

**واڍَڻ:** م. ٻڪهي رسي سان ٻڌڻ- پاڍڻ.

**واڍو:** ذ. ڪاٺ وڍيندڙ. ڪاٺ جو ڪم ڪندڙ ڪاريگر- ٻڪڻ.

**واڍوڙ:** ث. زخم- گهاءُ. ترار جو گهاءُ.

**واڍوڙجڻ:** م. ڦٽجڻ- گهائجڻ.

**واڍوڙڻُ:** م. زخمي ڪرڻ (ترار سان). گهائڻ- ڦٽڻ.

**واڍوڙِيَلُ:** ص. گهايل- زخمي- ڦٽيل.

**واڍولو:** ذ. کٽ جي پيرانديءَ واري پاسي واڏڻ وجهڻ لاءِ واڻ جي تندن جي جَهلَ. ٻنهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳُهه.

**وار:** ث (سن) وارو- گهمرو. وير- ويل- وقت. غفلت- سستي.

**وارُ:** ذ. حملو- چوٽ- ڄلهه. وارو. داءُ. موقعو- وَڄهه. ڏينهن- تِٿ. مُو- رونگٽو. زلف.

**وار اَچا ڪرڻ:** تجربيڪار ٿيڻ- آزمودو ٿيڻ.

**وار جو وَنگ نه هئڻ:** ذرو به فرق نه هئڻ.

**وار چَرو:** ذ. وارن ڪرڻ واري حالت- گنجپڻو.

**وارَ چُوندائڻ:** مٿي ڏاڙهي وغيره مان اڇا وار ڪڍائڻ.

**وار خالي وڃڻ:** حملي ۾ ناڪامي ٿيڻ.

**وارَ ڪِينئون:** ذ. هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ انسان جي جسم مان وار جهڙو ڌڳو نڪرندو آهي. عموماً ٿر ۾ هيءَ بيماري ٿئي).

**وارَ ڪرڻ:** حملو ڪرڻ- اُلر ڪرڻ.

**وار نَلِي:** ٿ.رڳ- نس- تنت.

**وار وارڻ:** خير خيرات لاءِ ڪو خاص ڏينهن مقرر ڪرڻ.

**وار وجهڻ:** پنهنجو حق اڳ ۾ ڏيکارڻ.

**وارَ وڃائڻ:** نياڻيءَ جو سڱ ڏيڻ. آجيان ڪرڻ.

**وارُ ونگو نه ٿيڻ:** ڪو بہ نقصان نہ رسڻ.

**وارائتو:** ص.واري وارو- واري جو. (ذ) هر ٻئي يا ٽئين ڏينهن ايندڙ تپ.

**وارِتا:** ٿ(سن) قصو- ڪهاڻي. واقعو.

**وارتائون وجهڻ:** وڏا قصا ٻڌائڻ. رنڊ ڪون وجهڻ.

**وارِڙيو:** ص.واري تي ايندڙ. مسلسل- لاڳيتو (ڏڪ .وارو). واري تي ڪٽي ملهه دسيندڙ.

**وارِثُ:** ذ (ع) فوتيءَ جي ڇڏيل مال جو حقدار- ميراث جو حقدار. ڌڻي ڌوڻي. مالڪ. سنڀاليندڙ.

**وارِثي:** ٿ.ملڪيت جو حق. وراثت.

**وارِثي وَرائڻ:** نڪاح مهل ڪنوار طرفان وارث مقرر ڪرڻ.

**وارِدُ:** ص(ع) وُرود ڪندڙ- ايندڙ. پهچندڙ.

**وارِد ٿيڻ:** اچڻ. نازل ٿيڻ. پهچڻ- سهڙڻ.

**وارِدات:** ٿ (ع) حادثو- سانحو. واقعو. ڏوهه جو واقعو (چوري. قتل وغيره).

**واردات ڪرڻ:** ڏوهه ڪرڻ- جرم ڪرڻ.

**وارڊُ:** ذ (انگ) ميونسپل جو هڪ حصو (جنهن مان هڪڙو ميمبر چونڊجي). اسپتال جو ڪو بہ شعبو.

**وارڊَن:** ذ (انگ) چوڪيدار- محافظ. نگران. (ٿ) هاسٽل وغيره جي نگران عورت.

**وارَفتگي:** ٿ(ف) بيخودي. عشق. لَئون.

**وارَفته:** ذ(ف) بيخود. عاشق.

**وارِڪي:** ٿ.پتل يا چانديءَ جو ڪن ۾ وجهڻ لاءِ گول ڇلو.

**وار ڪائِي:** ٿ.فرصت- واند ڪائي.

**وارِلو:** ذ.ٻچيءَ جو هڪ زيور- هَس.

**وارَنٽُ:** ذ(انگ) گرفتاريءَ جو حڪمنامو.

**وارنٽ ڪڍڻ:** گرفتاريءَ جو حڪم جاري ڪرڻ. حاضر ڪرڻ جو حڪم جاري ڪرڻ.

**وارِنش:** ٿ. (انگ) روغن. اُهو تيل يا مصالحو جيڪو ڪاٺ وغيره تي چمڪ پيدا ڪري.

**وارِننگ:** ٿ(انگ) تنبيهہ- انتباهہ- چتاءُ.

**وارننگ ڏيڻ:** چتائڻ- خبردار ڪرڻ.

**وارَڻُ:** م.ورائڻ- موٽائڻ. روڪڻ- جهلڻ (جانورن کي). مٿان وجهڻ. وسائڻ. پاڻ تي هموار ڪرڻ. صدقو ڪرڻ- گهورڻ. رد ڪرڻ.

**وارڻ پارڻ:** ڪارائڻ پيارڻ.

**وارِتي:** ٿ. تِبِقتي. اُتلاٿي. (برهمڻن ۾) شاستر پڙهي ختم ڪرڻ واري حالت.

**وارو:** ذ. گهمرو- ڦيرو- ڦيرو- دفعو موقعو- وقت. نوبت. وجهه- داءُ. فائدو. تپ جو وارو. پاڻيءَ جو وارو.

**وارابَندي:** ٿ.واهن جي پاڻيءَ جي واري سان ورهاست.

**وارا جمارا:** ذ. ڪڏهن ڪهڙو وقت تہ ڪڏهن ڪهڙو وقت- لاها چاڙها.

**وارا ڦيرا:** ذ.زماني جا چڪر. موقعا- مهلون.

**وارا نيارا ٿيڻ:** نت نوان موقعا ملڻ- ڀاڳ ورڻ.

**وارو ڪرڻ:** ملهه ۾ داءُ ڪرڻ. ڪوششون ڪرڻ- سعيو ڪرڻ.

**وارو ورائڻ:** ڀاڳ ڀڙائڻ.

**وارو وار:** ظ.وري وري. ڦيري سان. لاڳيتو.

**وارو وَتِي:** ٿ.هڪٻئي سان واري سان مدد.

**وارو وَنڻ:** همراهي ڪرائڻ.

**وارو وڃائڻ:** ڏاڪو ڇمائڻ. ٻڌ ٻي سان دور گذارڻ.

**وارو ورڻ:** قسمت کُلڻ- ڀاڳ ڀڙائڻ. فائدو ٿيڻ.

**واري جو تپ:** ذ.هڪ نہ ٻئي ڏينهن ايندڙ بخار.

**واري سان:** ظ.گهمري سان- ڦيري سان. پنهنجي وقت [illegible]ان. سلسلي سان. هڪ ٻئي پٺيان. نمبروار.

**واري ۾ اچڻ:** وجهه ۾ اچڻ- موقعو ملڻ.

**وارُو:** ص.ٻوٽي ورندڙ- موٽندڙ.

**وارُوچو:** ذ.وارن صاف ڪرڻ جو بُرش.

**واري:** ظ.ورائي- ٻيهر- دوباره. موٽائي- ڦيرائي.

**واري ڇڏڻ:** موٽائي ڇڏڻ. دل تان لاهي ڇڏڻ.

**واري هڻڻ:** مٿان ڪري اُڇلائڻ. واروڪٽي ڏسڻ (ملهه ۾).

**وارِي:** ٿ.اڇي ريتي- ريگ.

**وارِياسو، وارِياسِي:** ٿ.واريءَ واري زمين- ڊُسڙ.

**واريءَ جو ڪوٽ اَڏڻ:** بي بقا ڪم ڪرڻ. بيفائدي ڪوشش ڪرڻ.

**واريءَ جي مُٺ هڻڻ:** گهڻو جتاءُ نہ ڪرڻ- گهڻو وقت نہ هلڻ.

**واري وَرڻ:** ڏٻجي وڃڻ- لٽجي وڃڻ. ڀاڳ کلڻ.

**واري وسائڻ:** جهنگ منهن ڪرڻ. واويلا ڪرڻ. ويراڳ ونڻ.

**وارياڻي:** ٿ.نذر ڪندڙ- پيٽا ڏيندڙ.

**واريلو:** ذ.واري سان تپ اچڻ واري حالت- واري جو بخار.

**واڙَ:** ث. لوڙهو- ڍنگهرن جي آڏ. اها ايراضي جنهن جي چوڌاري لوڙهو آيل هجي (جنهن ۾ رڍون ٻڪريون واڙي ڇڏجن).

**واڙو:** ذ.رهڻ جي جاءِ. شهر جو اهو حصو جتي سڄي ءَ قوم جا ماڻهو رهندا هجن (جيئن ڪنڀار واڙو). پاڙو- محلو (جيئن چاڪي واڙو. نانڪ واڙو).ويڙهو.مينهن ڍڳين جو ٿاڻ.

**واڙڻُ:** م.هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ (چوپايو مال). واڙي ۾ بند ڪرڻ. لوڙهي ۾ بند ڪرڻ.

**واڙي:** ث. ننڍو باغيچو- ڦلواڙي. ٻڪر يا ڄين جي پوک. گدرن ڇانهين جي پوک واري ايراضي.

**واڙي پيلائڻ:** منت ۾ ڏيڻ.سچ ڪرڻ.سڀڪجهه ڏيئي ڇڏڻ.

**واڙي ڦل:** ث.وڻين جا ڳل.

**واسُ:** ذ.بُوءِ- باس.سنگهڻ جو عمل.خوشبوءِ- سڳنڌ.

**واسُ ونڻُ:** خوشبوءِ ونڻ.مزو ونڻ- چَسُ ونڻ.

**واس وسڻُ:** رحمت جو نزول ٿيڻ.

**واساڙو:** ذ.واس ڪرڻ جو ٿانءُ. نڪتي چين- واسُوڙو.

**واسامو:** ذ.انتظار- فڪر.مونجهارو.

**واساما ڳائڻ:** ڪنهن جي واٽ نهارڻ- انتظار ۾ رهڻ.

**واسانگو:** ذ.وجه- وارو- موقعو.مهل- ويل.

**واستو:** ذ.نيڪ- درست.سچ- حقيقت.

**واسجڻُ:** م.واس اچڻ.سرهاڻ ٿيڻ.هٻڪار ٿيڻ.

**واسجي وڃڻ:** خوشبوءِ سان ڀرجي ٿيڻ.مشهور ٿيڻ.

**واس ڏوپُ:** ذ.اگر يا لوبان وغيره جو خوشبودار دونهون.

**واسرائڻ:** م.اوسيئڙو ڪرڻ- انتظار ۾ ترسڻ.لاپرواهٽ ڪرڻ.

**واسِرو:** ذ.ڪليل فضا وارو هنڌ.وانڪي جاءِ. ڪنهن وڇڙندڙ مرض جي پکيڙ.

**واسِري:** ث. چيله سان ٻڌل پئسن جي ڳوٿري.

**واسطو:** ذ(ع) وچ وارو وسيلو.لاڳاپو- تعلق.ذريعو.

**واسطو پوڻ:** ڪم پوڻ.تعلق ٿيڻ.

**واسطو رکڻ:** تعلق رکڻ.

**واسطو وجهڻ:** منت ڪرڻ.

**واسطي:** ظ(ع) لاءِ- خاطر- ڪان- ڪارڻ- جي ڪري.

**واسطيدارُ:** ص.لاڳاپيل- تعلق وارو.

**واسع:** ذ(ع) پکيڙيندڙ- وسعت ڏيندڙ. خدا تعالى جو هڪ صفتي نالو.

**واسڪوٽ:** ذ(انگ) ننڍو ڪوٽ- صدري.

**واسڪوٽي:** ث.صدري.

**واسُلي:** ث.هڪ قسم جو ساز- بانسري.

**واسنا:** ث(سن) خواهش- مرضي- آرزو.ارادو- نيت.

**واسڻُ:** م. خوشبوءِ ڪرڻ- سرهاڻ ڪرڻ. سرهو ڪرڻ. هٻڪار ڪرڻ.واس ڏيڻ.واس ڏوپ ڪرڻ.

**واسڻي:** ث.واس ڏوپ جي شين رکڻ جي ڳوٿري.

**واسو:** ذ. بينڪ- نڪاتو. حلول. جسم ۾ جن ڀوت جو اثر.

**واسو ڪرڻ:** بينڪ ڪرڻ. جسم ۾ جن ڀوت جو اثر ٿيڻ.

**واسُوڙو:** ذ.واساڙو- نڪتي چين.

**واسِنگ:** ذ.ڪارونانگ- ڪاريهر.

**واسِنگ وارو وير:** جاني دشمني.

**واسِي:** ص.رهندڙ- ساڪن.

**واشر:** ذ(انگ) بُلٽ سان گڏ پچائڻ جو لوهي ڇلو.

**واشنا:** ث.(سن) خواهش- مرضي- سڌ.

**واشنگ الائونس:** ذ(انگ) پگهار سان گڏ ملندڙ ڪپڙن ڌئارڻ لاءِ جورو.

**واشنگ مشين:** ث(انگ) ڪپڙا ڌوئڻ جي مشين.

**واصِل:** ص(ع) مليل.وصول ڪيل. جمع ڪيل.محبوب جو وصال حاصل ڪيل.

**واصل ڪرڻ:** ڪَٺي لڪڻ- اُڌار ڏيڻ.

**واصلات:** ث.ميلاپ- گڏجاڻي.حاصلات.وچ جو نفعو.

**واصِفُ:** ص(ع) تعريف ڪندڙ- ساراهيندڙ.

**واضحُ:** ص(ع) ڪليل- ظاهر- پڌرو.صاف لکيل.

**واضح ڪرڻ:** ظاهر ڪرڻ- چٽو ڪرڻ.تفصيل سان بيان ڪرڻ.

**واضع:** ص.باترتيب.ڍنگائتو.

**واعدو:** ذ(ع) انجام- قول- وچن- سخن.

**واعدو پاڙڻ:** واعدي تي پورو لهڻ- واعدو پورو ڪرڻ.

**واعدو ڪرڻ:** قول ڪرڻ- انجام ڪرڻ.

**واعدي خلافي:** ث.عهد شڪني.بيوفائي.انجام جي برخلافي.

**واعدي شڪني:** ث.انجام جي ڀڃڪڙي.

**واعدي وفائي:** ث.انجام جي تڪميل- واعدو پاڙڻ واري حالت.

**واعظ:** ص(ع) وعظ ڪندڙ.نصيحت ڪندڙ.

**وافر:** ص(ع) زياده- گهڻو.جهجهو.نصيحت ڪندڙ.

**وافي:** ص(ع) پورو- ڪامل.ڪافي- بس.

**واڦ داڦ:** ذ.لاڙ ٻڙ- ٻڪواس.

**واقڻُ:** م.اجايا بيهودا لفظ ڳالهائڻ- داقڻ.بڪ ڪرڻ.

**واقعُ:** ص(ع) ٿيل وارو.پيش ايندڙ.قائم- برپا.

**واقع نَويس:** ص.خبر لکندڙ.واقعا لکندڙ.وقائع نگار.

**واقعاتَ:** ذ(ع) "واقع" جو جمع.حادثا- واقعا.

**واقعو:** ذ(ع) حادثو- واردات.ڏوھ.

**واقعو ٿيڻ:** حادثو پيش اچڻ.وڏي واردات ٿيڻ.

**واقعي:** ظ.سچ پچ- درحقيقت.

**واقِفَ:** ص(ع) ڄاڻ سڃاڻ وارو- شناسا.آگاھ.خبردار.حال پائي.

**واقف ٿيڻ:** آگاھ ٿيڻ.ڄاڻڻ.

**واقفڪار:** ص.ڄاڻ سڃاڻ رکندڙ.ڄاڻو.تجربيڪار- آزمودگار.

**واقفڪاري:** ث.ڄاڻ سڃاڻ- شناسائي.

**واقُفي:** ث.سڃاڻپ- ڏيٺ.شناس.

**واقفيت:** ث.ڄڻ سڃاڻ- شناسائي.آگاھي.مهارت- تجربو.

**واڪ:** ذ.سگھ- زور.(شاھ جو رسالو).

**واڪُ:** ذ(سن) وڏي سڏ گفتو.ٻول.

**واڪ ڏيڻ:** ٻول ڏيڻ.نيلام ۾ ٻولي ڏيڻ.

**واڪ ۾ وجھڻ:** نيلام ٿيڻ- نيڪال ٿيڻ.

**واڪ رچنا:** ث.جملن جوڙڻ جو هنر.

**واڪڙ واڪڙ:** ث.تکو هلڻ- هلڻ ۾ تيزي- جلدائيءَ سان وک کڻڻ.تيز هلڻ جو هڪ نمونو.

**واڪَڻُ:** م.ڳالهائڻ.رڙيون ڪرڻ.وڏي آواز سان ڳڻڻ.تکو هلڻ.

**واڪو:** ذ.وڏي آواز سان دانهن ڪوڪ يا رڙ.وڏي آواز سان سڏ.

**واڪو واڪارڻ:** دانهون ڪرڻ- رڙ ورڙ لائڻ.

**واڪوڙو:** ذ.ڪچي ٻڪ جو ڦورو.وڏي رڙ- نعرو.

**واڪيندو وجھڻ:** واءُ وانگر تکو تيز وجھڻ.

**واڪُ:** ذ.واند ڪائي- وارڪائي.سعيو.اُدم.

**واڪارو:** ص.بڪواسي.واتراڌو- بدزبان.

**واڪاڻ:** ث.ساراھ- تعريف.ناموس- هاڪ- مشهوري.تحسين.

**واڪاڻَُ:** م.ساراھ ڪرڻ- تعريف ڪرڻ.واھ واھ ڪرڻ.

**واگذار:** ص(ف) ڇڏي ڏنل.قبضو ڇڏيل.

**واگذار ڪرڻ:** قبضو ڇڏڻ.آزاد ڪرڻ.

**واگُذاشت:** ث(ف) ڇڏي ڏيڻ جو عمل.رهائي- آزادي.

**واڳَ:** ث.لغام- عنان- راس.گهوڙي جي ٻوٿ ۾ ٻڌل نوڙي.جنهن جا ڇيڙا سوار هٿ ۾ جهلي.

**واڳَ جهلڻ:** گهوڙي جو لغام جهلڻ.پناھ يا مدد طلب ڪرڻ.فرياد ڏيڻ.

**واڳ ڇڪڻ:** سهي سنبري روانو ٿيڻ- مسافريءَ تي وڃڻ.

**واڳ ڏورَ:** ث.اها رسي جيڪا گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل هوندي آهي، ٻيو ڇيڙو سوار هٿ ۾ جهلي گهوڙي کي هلائي.

**واڳ ڍري ڪرڻ:** اجازت ڏيڻ (ڪنهن ڪم جي).پابنديءَ کان آجو ڪرڻ.

**واڳ ۾ هٿ هڻڻ:** ڪشش يا ڇڪ ڪرڻ.

**واڳُون ورائڻ:** موٽڻ- موٽي اچڻ.ٻوٽي ورڻ.

**واڳِجَڻُ:** م.واڳ سان ٻڌجڻ.ڳنڍجڻ (دوستي يا ماڻٽيءَ ۾).

**واڳجي ويهڻ:** گڏجي ويهڻ.

**واڳَڻُ:** م.واڳ ڏيڻ.سلهاڙڻ.

**واڳَيلُ:** ص.سلهاڙيل.ڪم ۾ شامل.رُڌل- مشغول.ڳنڍيل- گڏيل.قائل.

**واڳُو، واڳُون:** ذ.دريائي پاڻيءَ جو مشهور جانور.

**واڳُورجَڻ:** م.وڙهڻ- جهيڙو ڪرڻ.

**واڳونءَ جي وات ۾ هڻڻ:** زبردست ماڻهوءَ جي ماتحت هڻڻ.بند ش ۾ هڻڻ.

**واڳِي:** ث.نوڙي- رسي.واڳ- لغام.ڀاڳ.نصيب.

**واڳيو:** ذ.مصروف- رُڌل- مشغول.گڏيل- ڳنڍيل- واڳيل.

**واگھ:** ذ.شينهن جو هڪ قسم.

**واگھڙي:** اسم خاص.باگڙي قوم.

**واگھو:** ذ.واڳون.

**واڱَڻُ:** ذ.هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جو ڦر (جيڪو پاچيءَ طور ڪم اچي).

**واڱَڻائي:** ص.واڱڻ جهڙو (رنگ).

**والُ:** ذ.مناصلي ماپڻ جي هڪ ماپ- گز (ٽي فوٽ).

**والا:** ص(ف) اوچو- بلند- بالا.

**والجاه، والاشان:** ذ.وڏي شان وارو.بلند مرتبي وارو.

**والارَ:** ث.قبضو.هٿ وسيڪي.مالڪي.

**والار وجهڻ:** قبضي ۾ ڪرڻ.خريد ڪرڻ لاءِ اڳوات ڪوشش ڪرڻ.

**والارَڻُ:** م.هٿ ۾ آڻڻ- قبضو ڪرڻ.اڳ ۾ روڪي جهلڻ.

**والارو:** ذ.والارڻ جي حالت.ڪاھ.وجھ- وارو.گوٺنات- گوهي.

**والاريَل:** ذ.قبضي ۾ ڪيل- متبوض.

**والدُ:** ذ(ع) پيءُ- آبو.

**والدَه:** ث.ماءُ- اما.

**والدَين:** ذ(ع) ماءُ پيءُ- اما ابو.

**والڪي:** ث. ڪَنَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**والڻ:** م. وارڻ- ميڙڻ. وسارڻ.

**والو:** ذ. ڪَنَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- وڏي والي.

**والي:** ث. ننڍو والو- ڪيوٽي.

**والهاٽو:** ذ. اٺٽ جو وڇتو. جنهن تي نرُ قيرائي ڏاڳو ويڙهجي.

**والنٽيئر:** ذ (انگ) رضاڪار.

**والله:** (ع) خدا جو قسم. سچ پچ.

**وَاللهُ اَعلَمُ:** جملو (ع) خدا ڄاڻي- خدا کي خبر.

**والي:** ص (ع) مالڪ- ڌڻي. حاڪم. بادشاهه. دوست. مددگار- حمايتي. سنڀاليندڙ. خدا تعالي جو هڪ صفاتي نالو.

**والي وارث:** ذ. ڌڻي ڌوڻي- مالڪ. سرپرست.

**والي وارث نه هئڻ:** بلڪل ئي نڌڪو هئڻ.

**وامُ:** ذ. سمنڊ يا درياءَ جي پاڻي جي اونهائي ڪڇڻ جي هڪ ماپ- پُره.

**واماچاري:** ذ (سن) بيشرم- بيحيا. حرامخور.

**وامِق:** ذ (ع) عاشق- پريمي.

**وامَڻ:** م. وڪرو هائڻ- سامان خريد ڪرڻ.

**وانُ، وانُ:** ص (ف: بان) وارو. مرڪب لفظن ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي (جيئن دروان، ڪوچوان. ڌنوان وغيره).

**وانَٽُ:** م. ونڊڻ- ورهائڻ- ورڇڻ.

**وانٽو:** ذ. ڀاڱو- حصو- پتي. ورڇ مان مليل حصو.

**وانٽو سَرڻ:** حصو پتي ملڻ.

**وانج:** ث. نظراندازي- درگذر.

**وانجَڻُ:** م. محروم ڪرڻ- سڪتو ڪرڻ- پالهو ڪرڻ. جدا ڪرڻ- ڌار ڪرڻ.

**وانجهڻ:** ث. ڏڳهي ڪاني. ٻيڙي هلائڻ لاءِ وڏي ڪاني.

**وانجهو:** ص. سکتو- نلهو- پالهو. ڇڙو ڇانڊ. اڪيلو- ڌار. (ث. وانجهي).

**وانجهي:** ث. درين يا ٻارين راند ۾ وچ وارو حصو جنهن ۾ مک ڏوڙي بيهي. (ص) ٻارين راند ۾ وڃهه ۾ بيٺل اڳواڻ. ٻيڙيءَ جو وڃهه هلائيندڙ.

**وانجهيل:** ص. نراس ڪيل. ڇڏي ڏنل- ڌار- الڳ.

**وانجهيو:** ص. بي اولاد. وانجهو.

**وانچَڻُ:** م. پڙهڻ- مطالعو ڪرڻ- واچڻ.

**واندائڻ:** م. خالي ڪرڻ. غائب ڪرڻ. وساري ڇڏڻ.

**واندڪائي، واندائي:** ث. فرصت (ڪم ڪار کان)- فراغت. نويڪلائي.

**واندو:** ص. آجو- آزاد. فارغ (ڪم ڪار کان). نڪمو- بيفائدو. جنهن کي ڪو ڌنڌو ڌاڙي نه هجي. (ث. واندي).

**واندو ويهڻ:** ڪو به ڪم ڪار نه ڪرڻ.

**واندو:** ذ. وٽي- وچوٽي.

**واندِ:** ث. وڏي لانڍي- وڏو ڇَنو. پکن توئن مان نهيل وڏي لانڍي. چوپائي مال جي ڇانو لاءِ اڏيل لانڍي.

**واندِ تي ويهڻ:** سفر ۾ سجڻ.

**واندُ، واندو:** ص. ڇڙو ڇانڊ. اڻ ٻرتيل. رنڙ (مرد). (ث. واندِ، واندي).

**واندا وهائڻ:** بدفعلتيڻ- بدپيشو ڪرڻ.

**واندير:** ص. پوڻن تي ڇناءِ منهن اڏي رهندڙ ماڻهو.

**وانگر:** ظ. وانگيان- طرح- هوبهو.

**وانگوڙو:** ذ. وڏن وارن کي ويڙهي ٻڌي ڇڏڻ. جهوڙو. وڏن ويڙهيل وارن جو چوٽو. جيڪو ويڙهي ڇڏجي.

**وانگي:** ص. جنهن سان مائٽي قرابت يا پنهنجائپ جو ناتو هجي (ونگ ورا ڪو هجي). پيارن جو قاصد- پانڌي. واهرو.

**وانگي ئي نه هجڻ:** ڪا پهر نه هجڻ. مددگار نه هئڻ.

**وانگي لاٽون:** ذ. هڪ قسم جو لاٽون، جيڪو تکو آواز ڪري ڦري.

**وانگيان:** ظ. جهڙو- وانگر- طرح.

**وانهيرو:** ذ. سج اٿي بعد پکين جي ويهڻ جي جاءِ- واهيرو.

**وانءِ:** ث. گهٽ اونهائي وارو ويڪرو کوهه (جنهن ۾ پاڻي گهٽ هوئي).

**وانئُٽو:** ذ. جهنڊو- بيرق.

**وانئٽڻ:** م. جهنڊو ڏيکارڻ.

**وانئُٽي:** ث. جهنڊي- ڏجا. ننڍي جهنڊي.

**وانئُچي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**وانئوتو:** ذ. اڪ اٿڻ وقت ٿوري ٿوري دير بعد سور جي سوڻ.

**وانڻ:** ذ. ننڍو ڳوٺ- ننڍي وستي.

**وانُ:** ذ. مڄ يا قيش جي وٽيل تند- نوڙي. کٽ مڙهڻ لاءِ قيش يا مڄ جو وانُ. وڏو سامونڊي ٻيڙو.

**وانَ وَٽائڻ:** تڪليف ڏيڻ- اهنج رسائڻ.

**واٽائڻ:** م. کٽ وغيره وان سان مڙهڻ.

**واٽائي:** ث. وانڻ جو اجورو.

**وانِڪو:** ص. وڻ جو- واٽين وارو.

**وانِڪو ساهه:** بزدل- بي همت- ڊڄڻو.

**وانِڪي:** ث. واٽين جو ڏرم.

**واٽَڻُ:** م. واٽ سان مڙهڻ. ڳنڍڻ. ڳنڍي ملائڻ. واڍڪي اصطلاح ۾ دروازي يا دريءَ جا طاق ناهي پچائڻ.

**واٽو:** ذ. تيڪي جي گهر ۾ ڪتب ايندڙ پٽي.

**واٽي:** ث (سن) باڻي- بولي. بيان.

**واٽيا:** ذ. وڻج واپار ڪندڙ هندو هٽواٽيا.

**واٽيو:** ص. هندو. هندو دڪاندار. مهتو. (ص) ڪنجوس.

**واٽيو وَڪالُ:** ذ. هندوءَ واٽيو. عام ماڻهو.

**واوڙنگ:** ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**واويلا:** ث (ع) هاءِ گهوڙا- هاءِ هاءِ. روڄ راڙو. فرياد- دانهن ڪوڪ. پٽڪو.

**واويلا ڪرڻ:** هاءِ گهوڙا ڪرڻ. ماتم ڪرڻ. آه زاري ڪرڻ. هُل فساد ڪرڻ.

**واه!:** ندا (ف) آفرين- شاباس. مرحبا. (ث) تعريف- ساراه جو لفظ.

**واه واه!:** ندا (ف) گهڻي شاباس.

**واه واه پئجي وڃڻ:** گهڻي واکاڻ ٿيڻ. شاباس ملڻ.

**واه واه ڪرڻ:** تعريف ڪرڻ- آفرين چوڻ.

**واهَ:** ث. گهٽي. بچاءَ جي راه.

**واه پَٽڻ:** سهائتا ڏيڻ. موقعو ڏيڻ. واٽون وجائڻ.

**واهون ڳولڻ:** راهون ڳولڻ. بچاءَ جون ڪوششون ڪرڻ.

**واهن ڪُٽو:** ص. بدقسمت- اياڳو. محتاج. لاوارث. لوفر.

**واهُ:** ذ. پاڻيءَ جي هٿرادو کوٽيل نهر- شاخ- واهڙ.

**واه تي پاڻي هجڻ:** پهچ وارو هئڻ.

**واه جا پاسا گُهمڻ:** ويجهو نا اچڻ- پري پري گذارڻ.

**واه وَهائڻ:** سخاوت ڪرڻ. خلق جي خدمت ڪرڻ.

**واهَٽَ:** ث. سنڀال- نگهباني- رکوالي.

**واهَٽي:** ث. راکو- ڪارائو- نگهبان. واهي.

**واهِٽي:** ث. بيل گاڏي وهائيندڙ- گاڏير.

**واهپَ:** ث. واهپو- استعمال.

**واهپو:** ذ. هڪٻئي سان اچ وڃ جو قاعدو- راه رسم. استعمال- ڪاپو.

**واهَرَ:** ث. مدد- حمايت- همراهي. ڏي- پر جهلو.

**واهر ٿيڻ:** پنيرائي ڪرڻ. باڻهن ٻيلي ٿيڻ. ٻيلپ ڪرڻ.

**واهر پائي:** ث. حمايت- مدد. رکوالي.

**واهر پلڻ:** مال جي چوريءَ ۾ پويان ايندڙ پاڳين سان وڙهي کين پوئتي هٽائڻ.

**واهر ڪرڻ:** اوکيءَ ويل مدد ڪرڻ. راهڏيڪارڻ.

**واهر وسيلو:** ذ. حامي ۽ پر جهلو.

**واهرو:** ص. همراه- ٻيلي. مددگار. ساٿي. واهر پائيندڙ.

**واهُڙ:** ذ. واهه- ڪڙيو. ننڍو وهڪرو.

**واهُڙ وهائڻ:** احسان ڪرڻ. تمام گهڻي سخاوت ڪرڻ.

**واه گُرو:** (سن) سکن ۾ گُروءَ کي ياد ڪرڻ جو نمونو.

**واهَلو:** ذ. لاڏلو- سڪيلڌو. نازن پليو.

**واهُلو، واهولو:** ذ. ڪاٺيءَ کي چِل ڏيڻ لاءِ واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**واهمو:** ذ (ع) انسان جي سوچ ويچار جي هڪ ڪيفيت (جنهن ۾ ڏنل توڙي ان ڏٺل صورتون ۽ حالات اڳيان اچن). گمان- پرم.

**واهڻُ:** م. وهائڻ.

**واهَڻُ:** ذ. بستي- وسندي- وسئن. ننڍو ڳوٺڙو.

**واهڻ ولوڙڻ:** چڱيءَ طرح ڳولا ڪرڻ. حيلا هلائڻ.

**واهڻائي:** ص. ڳوناٺو- دهقاني.

**واهڻي:** ص. ڳوناٺو- واهڻائي.

**واهو:** ذ. هڪ قسم جي وَل (جيڪا اُٺ ٻڪريون کائين). هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**واهو پيارڻ:** دوکو ڪرڻ. هلاڪ ڪرڻ. عقوبت ڪرڻ. ويساهه گهاتي ڪرڻ.

**واهو پيئڻ:** زهر پيئڻ. لاچار ماٺ ڪرڻ. نقصان کائڻ.

**واهو ڏيڻ:** ڏک ڪڍڻ- نقصان ڏيڻ- دولاب ڪرڻ.

**واهو:** ص. رستي تان لنگهندڙ. پانڌي- واٽهڙو.

**واهو ٿيڻ:** روانو ٿيڻ. تڪڙو تڪڙو وڃڻ. ڀڄي وڃڻ. غائب ٿيڻ.

**واهو گاهو هجڻ:** ڪنهن ڳاله تي اچڻ- حامي ڀرڻ. (ص) ڳاله مڃيندڙ. نقصان سهندڙ.

**واهوچا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (روايت موجب شاه لطيف جي سورمي "سهڻي" انهيءَ ذات مان هئي).

**واهُوندو، واهُندو:** ذ. اونهاري جي مند جي شروع ۾ لڳندڙ اوله ڏکڻ ڪُند جي هوا (جنهن ۾ واهَن ۾ پاڻي اچيءَ هوا ۾ تبديلي ٿئي).

**واهُوندا وَرڻ:** واهن ۾ پاڻي اچڻ ۽ هوائون لڳڻ جي مند اچڻ.

**واهوندي:** ث. ڦير گهير واري هوا (جنهن ۾ اڪثر بخار ۽ ٻيون بيماريون ٿي پون).

**واهونگو:** ذ. برسات وقت پاڻيءَ جو سنهو وهڪرو.

**واهي:** ص. پوک جي سنڀال ڪندڙ- راکو.

**واهِي:** ث. پاڻيءَ جي ننڍي شاخ- ڪَسي.

**واهياتُ:** ص (ع) بيهودو- اڏنگو.

**واهياتگيري:** ث. خرابِ ڳالهيون عمل- بيهودائي.

**واهِيَتَ:** ث. پوک جي رکوالي- چارپو.

**واهيرو:** ذ. پکين جو سج لٿي آکيري ۾ ويهڻ جو وقت.

**واهيرو ڪرڻ:** سنجها مهل آکيري ۾ اچڻ. رات گذارڻ جو نيهو ناهڻ.

**واهيري جي وير:** سنجها جو وقت- نماشام. آرام جو وقت.

**واءِ:** ذ(ع) هاءِ- افسوس- هاءِ هاءِ.

**واءِ واءِ ٿيڻ:** گهوڙا گهوڙا ٿيڻ. ظاهر ٿي- پڌرو ٿيڻ.

**واءُ:** ذ. هوا- باد. بادي- ريح. وڏائي- غرور. چوپائي مال جي هڪ بيماري.

**واءُ کي پُٺ ڏيڻ:** زماني مو جب هلڻ- وقت کي سلام ڪرڻ.

**واءُ لڳڻ:** هوا جو اثر ٿيڻ. ما حول يا هلي چلي ۽ جو اثر ٿيڻ.

**واءُ ميهنن ڪرڻ:** جلدائي ڪرڻ. تکڙ ڪرڻ- تيزي ۽ سان اچڻ.

**واءُ وڃڻ:** پشيمان ٿيڻ- پڇتاءُ ٿيڻ. هٿ ڇڏڻ.

**واءُ ورڻ:** ڦيرو اچڻ. بکڙ جڻ- ڦهلجڻ (بيماري).

**وائِٽ پيپر:** ذ (انگ) حڪومت جو ڪنهن خاص اعلان بابت پڌرو ڪيل بيان- اچو چٺو.

**وائُٺَ:** ث. ڳولا- تلاش. سُنس

**وائُٺَڻُ:** م. ووڙ ڏيڻ- ڳولا ڦولا ڪرڻ.

**وائِجَڻ:** م. واءُ لڳڻ. پڌرو ٿيڻ. وائر جڻ.

**وائر:** ذ (انگ) تار- برقي تار.

**وائُرَ:** ث. اَنَ مان ٿهه ۽ ڪَڻ کي جدا ڪرڻ لاءِ ڳاڱڙي سان هوا ۾ ڇنڊڻ.

**وائرليس:** ذ (انگ) بنا تار واري پيغام وصول ڪندڙ مشين.

**وائُرڻُ:** م. واءُ ۾ اچلڻ- هوا ۾ اُڏائڻ. اناج کي بُه يا ٺهن کان جدا ڪرڻ لاءِ هوا ۾ ڇنڊڻ.

**وائرو:** ذ. اک ۾ پٿري يا مٽي پوڻ سبب ٿيل زخم.

**وائڙائي:** ذ. موڳائي- ڪند ذهني. هڪو بڪو ٿيڻ واري حالت.

**وائڙو:** ص. موڳو. حيران- پريشان. (ث. وائڙي).

**وائڙو ٿي وڃڻ:** حيران ٿيڻ. پريشان ٿيڻ.

**وائس:** ص (انگ) نائب. قائم مقام.

**وائس چانسلر:** ذ. چانسلر جو نائب. يونيورسٽي ۽ جو نائب سربراهه.

**وائِسَرُ:** ذ (انگ) مشين جو پرزو.

**وائسر ڦرڻ:** حوصلا ڦرڻ. هوش گم ٿيڻ.

**وائسراءِ:** ذ (انگ) بادشاه جو نائب (جيڪو ڪنهن ملڪ ۾ بادشاه پاران فرض نڀائي).

**وائِسرو:** ذ. واءُ جي تبديل. چڙوايو. پانڌٽرو.

**واءُ سواءُ:** ذ. خبر چار- سڌ سماء.

**وائُکَ:** ث. هوا. باهرين فضا جتي هوا لڳندي هجي.

**وائُکائڻ:** م. وائکو ڪرڻ- سُکائڻ.

**وائکائي:** ث. وائُک. کليل هوا. تازي هوا. هوا وارو هنڌ. خلاصگائي- ڪشادگي. فرصت.

**وائُکو:** ص. هوادار. کليو. خلاصو. ڪشادو (ميدان. گهر). (ث. وائکي).

**وائکو ٿيڻ:** هوا کائڻ. سُکڻ. جهيڙي جهڳڙي کان پري رهڻ.

**وائکو ڪرڻ:** واءُ ۾ رکڻ. کليو رکڻ (جيئن هوا لڳي). پڌرو ڪرڻ.

**وائُل:** ث. خراب هوا سبب پوک جي سنگن جو خالي ٿيڻ. فصل جو ساڙ- رتي- مهلو.

**وائِل، وائِلو:** ذ (انگ) هڪ قسم جو سنهو ريشمي ڪپڙو.

**وائلن:** ذ (انگ) وڄائڻ لاءِ تارن وارو هڪ ولايتي ساز.

**وائُلڻ:** م. هوا لڳڻ. پڌرو ٿيڻ- ڪُلڻ.

**واءُ وِڪَرُ:** ذ. تڙ پکڙيل. پکڙيل. چڙو چڙ. برباد.

**وائوچر:** ذ (انگ) تصديقي رسيد.

**وائوڙ:** ذ. تيز هوا- جهڪ- طوفان.

**وائي:** ث. ڳالهه. آواز. پچار. سنڌي شاعريءَ جي هڪ آڳاٽي صنف (ڪافي). سنڌن ۾ سور پوڻ جو مرض.

**وائي بند ٿيڻ:** زبان مان ڳالهه نه نڪرڻ. ڳالهائڻ جي طاقت نه رهڻ.

**وائيءَ جو وِرُ لهڻ:** رازپروڙڻ- رمز سمجهڻ.

**وائي ڪَن وجهڻ:** ڪنهن ڳالهه لاءِ اڳواٽ چتائڻ.

**وائيءَ کي وَڪڙ وجهڻ:** اجايا ناهه ناهڻ. داڙون هڻڻ. هيسائڻ- دبائڻ.

**وائيءَ ۾ وِرُ وجهڻ:** غير مستقل مزاج هئڻ.

**وائي نه وَرڻ:** ڪجهه نه سگهڻ- آواز نه ڪرڻ.

**وائي نه وَڻڻ:** نفرت ٿيڻ- ڏڪار اچڻ.

**وايون بتال ٿيڻ:** وائڙو ٿيڻ. حيرانيءَ ۾ پوڻ. حوصلا خطا ٿيڻ.

**وايون ولڙيون ڪرڻ:** دبائڻ- هيسائڻ. پريشان ڪرڻ- منجهائڻ.

**وائي آنو:** ذ. اهو آنو جنهن مان ٻچو پيدا نه ٿئي. جنهن ڳالهه. بي بنياد بهتان.

**وائي آنو ڏيڻ:** بي بنياد ڳالهه ڪرڻ. واهيت بڪڻ.

**وائي بادي:** ث. وائيءَ جي بيماري- وائي سور. اجايو ڳالهائڻ. داڙ- لباڙ.

**وائي سُورُ:** ذ. سنڌن ۾ هوا پرجڻ سبب ٿيندڙ سور.

**وايا:** ذ (انگ) وٽان- رستي کان- رستي کان ٿيندي (مثلاً: ڪراچيءَ کان بدين وايا ٺٽو).

**وايانِي:** ث. واڄاٽي- هندواڻي.

**وايو:** ذ (سن) هوا- باد.

**وايومانُ:** ذ. هوا جي داب ماپڻ جو اوزار- بئرروميٽر.

**وايومندل:** ذ. هوا جو رخ ۽ ڦيرو. هوا جي رخ ۽ ڦيري وارو ماحول.

**وَبا:** ث (ع) هڪ خطرناڪ وچڙندڙ ۽ وڏي بيماري- مَري- ڪالرا.

**وَبالُ:** ذ (ع) عذاب. آفت. مصيبت. جنجال. روڳ. آزار.

**وياڳُ:** ذ (سن) زنا- حرامخوري. عياشي

**وياڳي:** ص. زاني. عياش. بيهودو.

**ويچاري:** ذ (سن) زاني- زناڪار- شهوتي. بد چال- بيحيا.

**وِتُ:** ذ (سن) طاقت- سگهه- وس. زور. پهچ- پڄندي.

**وتون وڃڻ:** وَس کان ٻاهر ٿيڻ.

**وِتائڻ:** م. ڦٽو ڪرڻ- اڇلي ڇڏڻ.

**وَتايو:** اسم خاص. سنڌ جو مشهور الله لوڪ درويش.

**وَتائي وارو اڳ جهلڻ:** سڀ کان آخري تدبير ڪرڻ.

**وتپو:** ذ. ڳڻتي- الڪو. اٻهرائي. وهم.

**وتپو لڳڻ:** اٻهرائي ڪرڻ- تڪڙو ٿيڻ.

**وَتَد:** ذ. علم عروض موجب ٽن اکرن وارو قافيو (مثلاً: حال، مال، لال وغيره).

**وِتر:** ث (ع) سو مهڻي نماز جون پڇاڙيءَ واريون ٽي رڪعتون.

**وِترائي:** ث. چلولائي. بڪ شڪ- جهڳي.

**وترو:** ظ. تهائن ئي وڏيڪ. جهجهو- گهڻو- زياده.

**وِتَڪ:** ذ. وڌيڪ- گهڻو- سرس.

**وَتَڻُ:** م (سن: ورتن) ڪرڻ. لاڳيتو هلندو رهڻ (ڪم، سلسلو).

**وِت وِت:** ث. تڪڙ- جلدائي.

**وِتوتيو:** ص. اجايو اٻهرو- تڪڙو.

**وَتيرو:** ذ. رواج- رسم- دستور.

**وَٽ:** ث. شيءِ- ٿول- چيز- ٿوڪ.

**وَٽ سٽ:** ذ. سامان سڙو- ٽپڙ ٽاڙي.

**وِٿَ:** ث. وِٿي- وڇوٽي.

**وَٿانُ:** ذ. آباديءَ کان پرڀرو نهيل مَنهن وغيره (جنهن ۾ چوپايو مال بيهي). چوپائي مال جو واڙو.

**وَٿاني:** ص. وٿاڻ ڪري وينل- ٿانيڪو.

**وِٿرجڻ:** م. خراب ٿيڻ- ڪِنو ٿيڻ.

**وِٿي:** ث. وڇوٽي- مفاصلو. خال. مهلت. دير- ميعاد.

**وِٿي ڏيڻ:** وڇوٽي ڏيڻ. مهلت ڏيڻ.

**وِٿي وجهڻ:** گهڻي عرصي تائين نه ملڻ. الڳ ڪرڻ.

**وِٿيرڪو:** ذ. وِٿيءَ وارو- ٿوري مفاصلي تي. الڳ- جدا.

**وَٽَ (وٽر):** ث. ورهاست ونڊ- ورڇ. حصو- ڀاڱو. ڪپڙي جي ڪنار. موسمي منڊائتي ميوي وغيره مان دوستن عزيزن کي ڏنل تحفو. پوک لاءِ زمين کي آيل پاڻيءَ جي پوسل- ريج.

**وَٽ اچڻ:** زمين جو ٻج ڇٽڻ ۽ هر ڏيڻ لائق ٿيڻ.

**وَٽ پجڻ:** ڳاهه ٿيل اَن کي گڏ ڪرڻ.

**وَٽ چاڙهڻ:** ڳاهه وقت ٻاهر ٿيل سنگ کي ڏاند جي پير هيٺان ڏيڻ.

**وَٽ چيڻ:** استنجا ڪرڻ.

**وَٽ چٽ:** ذ. سارين جي پوک جو هڪ نمونو- ڳڙٻي.

**وٽر ڪرڻ:** منڊائتي ميوي وغيره کي ٻهريون ڀيرو کائڻ.

**وَٽ ونڻ:** ورڇ ونڻ. مرشد وغيره کان درويشي جي ورڇ ونڻ.

**وَٽَ وران ڪرڻ:** تائيد ڪرڻ. ڳالهه جي پنبرائي ڪرڻ.

**وَٽ ورائڻ:** اُٿلائڻ. ختم ڪرڻ. ٻاسو ڪٽڻ.

**وَٽ ورچڻ:** ورهاڱو ڪرڻ- ونڊ ونڊڻ.

**وَٽ هڻڻ:** آلار هڻڻ

**وِٽ:** ث. وٽيل ڪپڙي يا ڪپهه جي فتيل. جيڪا ڏيئي يا لالٽين ۾ ٻارجي. فتيل (بندوق وغيره جي بارود کي باهه ڏيڻ لاءِ). ميڻ بتيءَ جي ڏوري. زخم ۾ وجهڻ لاءِ ڪپڙي يا ڪپهه جي پٽي. (ظ) پرسان- لڳ- نزديڪ.

**وَٽ ٻڌڻ:** لغڙ جا پاسا ڏاڪي وار مضبوط ڪرڻ.

**وَٽ سورڻ:** ڏيئي جي وٽ سڌي ڪرڻ. ياد ڳيري ڏيارڻ.

**وَٽُ:** ذ. ور- وڪڙ- پيچ. ڦيرو. رسي يا ڪپڙي کي نپوڙ. لوهه يا پٿر وغيره جو مقرر وزن وارو ٽڪرو (جيڪو ساهميءَ جي پڙ ۾ وجهي ٻئي پڙ ۾ شيون تور ڪجن)- تورو- وزن.

**وَٽ تارازي:** ث. ساهميءَ تورا.

**وَٽ تي رسو پجڻ:** رياءُ ڪري ڳالهه ڪرڻ. منافقيءَ واري تائيد ڪرڻ.

**وَٽ تي هلڻ:** مرضيءَ موجب هلت هلڻ.

**وَٽ رکڻ:** لڪ ڪڻ- ڳجهه رکڻ. بغض رکڻ.

**وَٽ ڪٽيو کائڻ:** ماپ تور ۾ ٺڳي ڪرڻ.

**وَٽ وجهڻ:** سنئين ڳالهه کي منجهائڻ.

**وِتارڻ:** م. ڪنهن جانور جو وات وجهي ڪاڏو خراب ڪرڻ. لٻڙ- اوبارو ڪرڻ.

**وِتاري وڃڻ:** خراب ڪري وڃڻ- ڦٽائي ڇڏڻ.

**وِتارِيلُ:** ص. اوباريل- جونو ڪيل. پليت ڪيل (ٿانءُ وغيره).

**وِٽامن:** ذ (انگ) طاقت لاءِ غذا ۾ موجود ڪيميائي جزا - حياتين.

**وَٽان:** ظ.ڪان - طرفان.

**وَٽاءُ:** ذ.فائدو - لاڀ - اُپت - ڪَٽيو.

**وَٽائتو:** ذ.وَٽ وارو.آلو - پُسيل.

**وَٽائتي:** ث.وَٽ واري زمين.اڌ سُڪل ڪاني.

**وَٽائڻُ:** م.پيچائڻ (رسو).پڙهائڻ (ڏاڱو).

**وَٽپُ:** ذ.پاسخاطري - رِيائت.طرفداري - حمايت.

**وَٽجَڻُ:** م.مروڙجڻ - پيچ اچڻ - وَٽ ڪائڻ.ايذاءَ سبب سڄو جسم لڇڻ ڦٿڪڻ.

**وِٽڙَڻ:** م.جميل سٽپ ڳرڻ - وِڳهرڻ.ڪيرڦٽڻ.

**وَٽَڻُ:** م.ور ڏيڻ وڪڙ ڏيڻ.پيچڻ (واڻ).ٺهڻ (سُٽ).ويڙهڻ. نفعو ڪمائڻ - ڪَٽيو ڪڻڻ.

**وَٽڻو:** ذ.ڏاڱو وٽڻ لاءِ ڪتب ايندڙ ڳهڙيل ڪاني.(ص) وٽڻ وارو - وٽيندڙ.وٽڻ جهڙو.

**وَٽڻي:** ث.وَٽڻ جو ڪم.وٽڻ جو انداز.

**وَٽو:** ذ.ڏاتوءَ مان ٺهيل پيالو (خاص ڪري ڪنجهي جو) - ڪٽورو - جَمڻ.گهاٽو - نقصان.ڪمي - گهٽتائي.مجرائي - ڇوٽ.وياج - نفعو.

**وَٽي وارو:** ص.وياجي - وياج خور.

**وَٽ وٽاءُ:** ذ.نفعو - فائدو.

**وَٽ وَراڻ:** ذ.تائيد - ٽيڪو - هَٺي.

**وَٽورڻ:** م.گڏ ڪرڻ - ميڙڻ.ڪاٺ ڪي لسو ڪرڻ.

**وَٽوري وجهڻ:** هڙپ ڪرڻ - هضم ڪرڻ - ڳِهي ڇڏڻ.

**وَٽوهڙُ، وَٽَهڙُ:** ذ.ٻنيءَ ۾ ڪڙن پڇڻ لاءِ ڊگهي ڳن سان ڪاٺ جو وڏو مترڪو.

**وَٽي:** ث.ٽامي يا ڪنجهي جي ننڍي پيالي.

**وَٽي وجهڻ:** ويري ٿيڻ - دشمني ڪرڻ.رنبڪ وجهڻ.

**وَٽيو:** ذ.ڪٽيو - نفعو - لاڀ.ڪماني.

**وَٺَ:** ث.پڪڙ - جهل - گرفتاري.

**وَٺ پَڪڙ، وَٺ وٺان:** ث.گرفتاري.پڪڙپڪڙ.

**وَٺ پوڻ:** عذاب نازل ٿيڻ.ڦهرپوڻ.پٽ پوڻ.

**وَٺ ڪرڻ:** پڪڙڻ.سيکت ڏيڻ.پڪڙي سزا ڏيڻ.جنهم ڪرڻ.

**وَٺ وَٺ لڳڻ:** پڇ پڇان ٿيڻ.تڪڙ ڪرڻ.

**وِٺ:** ث (سن: وِس) پکيءَ جي غلاظت.

**وِٺ ڪڍڻ:** هلاک ڪرڻ - هلائي هلائي ٿڪائڻ.

**وٺيون لاهڻ:** خراب ڪرڻ - گندگي ڪرڻ.

**وَٺائڻُ:** م.جهلائڻ - پڪڙائڻ.خريد ڪرائڻ.

**وَٺجَڻُ:** م.جهلجڻ - گرفتار ٿيڻ.بيماريءَ ۾ جهلجڻ.

**وَٺَڻُ:** م.خريد ڪرڻ.پڪڙڻ - جهلڻ.قابو ڪرڻ.حاصل ڪرڻ. قبضي ۾ ڪرڻ.قبضي ۾ ڪرڻ.سنڀالڻ - سهارو ڏيڻ.

**وٺي اچڻ:** ڪٿي اچڻ.سڻ آڻڻ خريد ڪرڻ.

**وَٺي:** ث.وڌر - قرض - نهنو.

**وُٺو:** ذ.وسندڙ مينهن.وسڪارو.برسات - مينهن.

**وُٺي جي مُند:** ث.برسات جي مند - سانوڻ.

**وُثُوق:** ذ (ع) مضبوطي.اعتبار - ڀروسو.

**وَثيقو:** ذ (ع) قرارنامو.معاهدو.هنڊي.دستاويز - سَندَ.

**وَثيقي نويس:** ص.دستاويز لکندڙ - اسٽامپ وينڊر.

**وِپَت:** ث (سن) مصيبت - آزار.بدنصيبي.ناڪامي.بيڙا.

**وِجاهَتَ:** ث (ع) وڏو درجو - عهدو.عزت مندي.مُنهن جي رونق. سونهن - سوڀيا.

**وَجدُ:** ذ (ع) حال - بيخودي - جذبو.موج.حال واري ڪيفيت. سماع ۾ پيل حال يا بيخودي.

**وَجد ۾ اچڻ:** بيخوديءَ ۾ اچڻ.جوش ۾ اچڻ.

**وِجدانُ:** ذ (ع) ڄاڻ - دريافت.ڄاڻڻ جي قوت.

**وِجَل:** ص (ع) ڊڄندڙ - ڊڄڻو.هراسيل.

**وُجودُ:** ذ (ع) موجودگي.هستي - زندگي - حيات.مادو - جوهر. تت.ظهور.

**وُجود وٺڻ:** ظاهر ٿيڻ.هستيءَ ۾ اچڻ.پيدا ٿيڻ.

**وُجود وڃائڻ:** پنهنجي هستيءَ کي ختم ڪرڻ - نيستيءَ ۾ اچڻ.

**وُجودي:** ص (ع) وجود وارو - جنهن جو وجود هجي.

**وُجودي ورق:** ذ.هستي - هئڻ.

**وُجودي ورق وارڻ:** پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪرڻ - نيستيءَ ۾ اچڻ.

**وُجوهات:** ذ (ع) "وجہ" جو جمع.دليل.سَبَبَ.

**وَجہ، وَجهه:** ث (ع) سَبَبُ - ڪارڻ - باعث.شڪل - صورت. طرز - ڍنگ.

**وَجہ تسميہ:** نالي رکجڻ جو سبب.

**وجہ تشبيهي:** ٻن لفظن جي پاڻ ۾ مشابهت.

**وِجَئہ:** ذ (سن) فتح - سوڀ - ڪامراني.

**وَجيہ:** ص (ع) باعزت - معزز.سهڻو - حسين.

**وَڄُ:** ذ.سوئر جا ڏند - مرونءَ جا ٻاهر نڪتل ڏند.

**وَڄ وڄائڻ:** (وڏا واڄا وڄائڻ) ڪاميابي ڪرڻ- سوڀ ڪرڻ. ڊيڇارڻ-هيسائڻ.

**وڄُ:** ث.ڪنوڻ- برق.

**وڄا:** ث(سن: وديا) عقل.سمجهه- ڏاهپ.دانائي.مَتيا

**وڄا جو واپار:** وڏو فهم ۽ حرفت- حڪمت عملي.

**وڄا وانُ:** ذ.پڙهيل.سياڻو- سمجهو.ماهر.عالم فاضل.

**وَڄائڻُ:** م.سُر پيدا ڪرڻ.نالو ڪڍڻ.

**وڄائي ڇڏڻ:** مشهوري ڪرڻ- نالو ڪڍڻ.ماري ميجائڻ.

**وَڄائيندڙ:** ص.ساز وڄائڻ وارو- سازندو.

**وَڄَتَ:** ث.ساز جو آواز.وڄائڻ جو نمونو.

**وَڄت ڪرڻ:** ڳائڻ تي ساز وڄائڻ.

**وَڄتو:** ذ.ساز وڄائيندڙ.

**وڄرڻ:** م.ڏڪڻ- ڀرڻ.ڪامڻ- پڄرڻ.بيزار ٿيڻ.

**وَڄَڻُ:** م.سُر نڪرڻ(سازمان).آواز ڪرڻ.آوازاچڻ(ڪنهن ۾).

**وَڄڻو:** ص.وڄڻ وارو- وڄندڙ.ڳهڻو ۽ اثراتو ڳالهائيندڙ شخص

**وَڄه:** ذ.موقعو- داءُ- وارو.

**وَڄه پيچ:** ذ.حيلا حوالا- داءُ ڳر.

**وَڄهائتو:** ذ.و ڀهوارو.وقتائتو.سَنو.

**وڄهل، وِڄُهل:** ث(ع:وجل) جهوري-ڳاراتو- جهجهڻ.سازوتي.

**وِڄُهلَڻَ:** م.هنجسون هارڻ- ڳوڙها ڳاڙڻ. جهجهڻ- ڳتي ڪرڻ. جهجهو ڳرڻ.

**وِڃهڻُ:** م.داخل ڪرڻ.اندر گهيڙڻ.پائڻ (ڳم).اوسڻ (پاڻي). اندر ڪرڻ (قيدم).

**وِڃهڻي:** ث.وڃهڻ جي حالت.پٽ- اوت.

**وِڃاڻ:** ص.وڃائيندڙ- ضايع ڪندڙ.نقصانڪار.فضول خرچ.

**وِڃائڻُ:** م.ضايع ڪرڻ.گم ڪرڻ.تباهه ڪرڻ.خراب ڪرڻ.

**وِڃائي سِکڻ:** نقصان پرائي تجربو حاصل ڪرڻ

**وِڃائي وِجهڻ:** ڏاڍو مارڻ- وڏي سزا ڏيڻ.

**وَڃَڻُ:** م.گم ٿيڻ.ضايع ٿيڻ.برباد ٿيڻ.خراب ٿيڻ.روانو ٿيڻ.دفع ٿيڻ.ختم ٿيڻ(اثر).تباهه ٿيڻ.گذرڻ(وقت).

**وَڃڻ کي وَڃڻ:** هميشه لاءِ هليو وڃڻ- موري نه موٽڻ.وفات ڪرڻ.

**وِڃڻو:** ذ.ڪکن ۽ تيلين مان ٺهيل پکو (جنهن سان واءُ هڻجي).

**وِڃڻو هڻڻ:** هوا ڪرڻ- پکو هڻڻ.لِکل راز پڌرو ڪرڻ.

**وِڃڻي:** ث.ننڍو پکو.

**وِچَ:** ذ.اندريون حصو- منجهه.درمياني حصو- وسط.مرڪز.ٻن شين جي وچ وارو مفاصلو.راز- منجهه.وٿي- جدائي.

**وِچ ٽپنو:** ص.دخل اندازي ڪندڙ.منافق- ٻچاپڙو.درميانو- پوررو پنو.

**وِچُ پڌرو ٿيڻ:** راز ظاهر ٿيڻ.اندر جي خبر پوڻ.

**وِچ پوڻ:** وٿي پوڻ- جدائي ٿيڻ.

**وِچ ڏيڻ:** راز ٻڌائڻ.ڳجهه ظاهر ڪرڻ.

**وِچ رهڻ:** راز ۾ رهڻ.بردبار ٿيڻ.روپوش رهڻ.

**وِچ سير:** ذ.وهندڙ واهه جو پورو وچ- تيز وهڪرو.

**وِچ ڪُٽيو:** ص.دلال- ڏوتو.منافق- ٻچاپڙو.

**وِچ ڪڍڻ:** راز معلوم ڪرڻ.ڇيهو رسائڻ.

**وِچ گهورو:** ذ.اڳواڻ- مک ري دعوتيو مهمان.

**وِچ مان گرنهه ڪڍڻ:** چاپلوسي ڪرڻ- ٻئي وٽ پاڻ کي سرخرو بنائڻ.

**وِچ وجهڻ:** اختلاف وجهڻ.جدائي وجهڻ.جهيڙو وجهائڻ.

**وِچ ۾ ٽپي پوڻ:** نوامخواهه دخل ڏيڻ.پرائي معاملي ۾ ڪاهي پوڻ.

**وِچ ۾ هجڻ:** ضامن هجڻ.امين هجڻ(ٻن ڌرين ۾).

**وِچ وارو:** ص.وچون- درمياني- وسطي.ثالث-ٺيا ڪندڙ.دلال.

**وِچ ونڻ:** ڪنهن جو ڀيد سو نڪڻ.وچٿرو هلڻ

**وِچاتو:** ذ.ٺيا ڪندڙ- ثالث.ٻچاپڙو- منافق.قاصد.پانڌي.

**وِچان:** ظ.وچ مان.اندران.منجهان.

**وِچان پوڻ:** ٺيا ڪندڙ بنجڻ.جهيڙي ۾ ٽپي پوڻ صلح ڪرائڻ. بچاءُ ڪرڻ

**وِچائين:** ظ.وچ منجهان- ڪجهه ٻيو.

**وِچِترُ:** ص(سن) رنگارنگي.چٽڪمرو.رنگين.سهڻو- خوبصورت. عجب غريب- حيرت انگيز

**وِچٿَرال:** ذ.گهوڙي جي هڪ چال.

**وِچٿَرو:** ص.وچولو- درميانو- پوروپنو.موزون.

**وِچٿري وات:** سڌو رستو- صراط المستقيم.

**وِچَٿُ:** ص.وچ وارو- چون- درمياني.

**وِچَڙ:** ذ.وَٽ-وَر- وڪڙ.

**وِچڙ وجهڻ:** معاملو بگاڙڻ.

**وِچڙندڙ مرض:** ذ.پکڙجندڙ بيماري- وبا.

**وِچڙڻُ:** م.وچ ۾ پوڻ- وچ ۾ اٽڪاءُ ڪرڻ.ڦاسڻ- اٽڪڻ.

**وِچَڙي پوڻ:** اٽڪي پوڻ.تڪرار ڪرڻ.

**وَچَنُ:** ذ(سن) ٻول.ڳالهه.قول- واعدو.اقرار.

**وِچن ڏيڻ:** ٻول ڏيڻ- ويساهه ڏيڻ.

**وچن ڪرڻ:** واعدو ڪرڻ- قول ڪرڻ.

**وِچو:** ذ. ٽيڪ- آڌار- جَهل.

**وِچُور:** ذ. تفصيل. اسم وارليکو. فهرست.

**وِچُورَڻ:** تفصيلي احوال ڏيڻ- ڪيفيت بيان ڪرڻ- وچور ڏيڻ.

**وِچوڙِي:** ث. ڏاس جو نهيل ڏاڳو (ڪکائين گهرن وچ واري ڪاني ۾ ٻڌجي).

**وِچولو:** ذ. وچون- درمياني. سنڌ جو وچ وارو طبعي ڀاڱو.

**وِچولِي:** ث. وچولي جي ٻولي (سنڌي ٻوليءَ جو معياري لهجو).

**وِچون:** ص. وچ وارو- درمياني- وسطي. (ث. وچين).

**وِچو وِچ:** ذ. پورو وچ. وچون حصو. اندرئي اندر- درميان.

**وِچُئو:** ذ. ٽالٽ- امين. دلال. لائي چائي ڪندڙ- چيتاپور.

**وِچِين:** ث. اڳينءَ ساڻجهيءَ جي وچ وارو وقت- عصر. ڏچينءَ واري نماز. ملهه جو هڪ ڪُپت وارو داءُ- اندريون آنڪڙو. اندرين.

**وِچِين هڻڻ:** ڪُپت ڪرڻ. ويساهي ڏڪ ڪيڻ.

**وِچِين آڱر:** ث. جهيڙو وجهائيندڙ. لائي چائي ڪندڙ.

**وَچِ:** ث. مينهن جو مادي ڦُر- پاڏي.

**وَچار:** ذ. وَچن وارو- وچون ڏاريندڙ ۽ چاريندڙ- ميهار.

**وِچاتو:** ذ. سَنوريل زمين جو ٽڪر.

**وِچاتو:** ذ. هنڌ- بسترو. وڇايل ٿيڙ (رلي. گلم وغيره).

**وَچائتُ:** ذ. گهور ڪندڙ واپاري. ٻلاوتو- دلال.

**وِچائڻ:** م. پکيڙڻ (هنڌ). کولڻ (گاهه وغيره).

**وِچائجي وڃڻ:** م. پکڙجڻ (هنڌ). مائل ٿيڻ. عاجز ٿيڻ.

**وِچائي ڇڏڻ:** ڏاڍي مار ڏيڻ. ضايع ڪرڻ- تباهه ڪرڻ- وچائي ڇڏڻ. وکيرڻ- کولڻ.

**وَچُرو:** ذ. ويڪري وات وارو. ادنگو (ڳالهائڻ ۾)- واهيات.

**وِچُڙَڻُ:** م. جدا ٿيڻ- الڳ ٿيڻ- ڌار ٿيڻ.

**وَچِڙو:** ذ. مينهن جو نَر ڦُر- پاڏو.

**وِچوتِي:** ث. وِٿي- مفاصلو. مهلت. ساهي.

**وِچورَڻُ:** م. اگهارڻ (ٿانءُ)- پاڻيءَ ۾ چاچولي صاف ڪرڻ.

**وِچوڙَڻُ:** م. جدا ڪرڻ (عاشق معشوق کي)- ڌار ڪرڻ. جدائي وجهڻ.

**وِچوڙو:** ذ. جدائي- علحيدگي. فراق.

**وِچُون:** ذ. هڪ قسم جو زهري جيت- ٺِنُون- عترب.

**وِچون وارا ڏنگ هڻڻ:** ايذاءُ ڏيڻ- آزارڻ. چيچلائڻ.

**وِچُونٽَڙو:** ذ. هڪ قسم جو ڳهه (پيرن جي آڱوٺيءَ آڱر ۾ پائجي).

**وَچيرو:** ذ. گهوڙي جو نر ٻچو. (ث. وچيري).

**وِچِين:** ث. ڪِرڙي- ڇڇي.

**وَحَدُ:** ذ (ع) اڪيلو. هڪ. جدا.

**وَحداني:** ث. گفتگو. ورد- وظيفو. ڪنهن ڳالهه کي بار بار چوڻ واري حالت.

**وَحدانيَت:** ث (ع) هيڪڙائي. توحيد.

**وَحدَتَ:** ث (ع) هيڪڙائي. توحيد.

**وَحدت جي وائِي:** الله جي وحدانيت جو ذڪر- تونئي تون.

**وَحدة الوُجود:** ذ. تصوف جي اصطلاح موجب هر وجود کي خدا جو وجود سمجهڻ- همه اوست.

**وحدة الشهود:** ذ. تصوف جو هڪ نظريو. جنهن موجب سموري ڪائنات خدا جو پاڇو آهي.

**وحده لاشريڪ لہ:** (ع) الله هڪ آهيءَ ڪو ٻان جو شريڪ ناهي- وحدانيت جو اقرار.

**وَحش:** ص (ع) جهنگلي جانور (مِرون وغيره). خراب- بَد.

**وَحشَت:** ث (ع) خوف- ڊپ. خفتان. گهبراهٽ. حيوانيت.

**وَحشت زَده:** ص. ڊنل- گهبرايل. اداس. خفتاني.

**وَحشت ناڪ:** ص. خوفناڪ- ڀيانڪ.

**وَحشِي:** ص (ع) جهنگلي. ٿهندڙ. چر ڪندڙ. غيرمهذب. بيرحم. ظالم.

**وَحشياتو:** ص. وحشين وانگر- ظالماتو.

**وَحشِيپڻو:** ص جانورن وارو ورتاءُ- غيرمهذب هئڻ واري حالت. سنگدلي- ڪنورتا.

**وَحُوش:** ذ. "وحش" جو جمع. جهنگلي جانور (مِرون وغيره).

**وَحِي:** ث (ع) الاهي پيغام. حضرت جبرئيل، جيڪو خدا جي طرفان نبين تي پيغام آڻيندو هو.

**وَحي لهڻ:** الهامي پيغام اچڻ (نبين وٽ).

**وَحيد:** ص. اڪيلو- تنها- يگانو. الڳ.

**وِداعُ:** ذ (ع) رخصت- روانگي. موڪلاڻي. نڪيتي.

**وِدوانُ:** ص (سن) عالم- فاضل. ماهر.

**وَدُود:** ص (ع) محبت ڪندڙ. خدا تعالى جو صفاتي نالو.

**وِديا:** ث (سن) علم- ڄاڻ. گيان. حڪمت. هنر- مهارت.

**وِديارٿي:** ص. شاگرد- طالب علم.

**وِدياليہ:** ذ. علم حاصل ڪرڻ جي جاءِ- اسڪول- پاٺشالا.

**وِديا وان:** ص. عالم فاضل- ڏاهو- وِدوان.

وديش: ذ (سن) ڏاريو ڏيهه- غير ملڪ- پرڏيهه.

وديشي: ص. پرڏيهي- غير ملڪي.

وديعت: ث (ع) امانت- ڏراوت.

وَڏَ: ث. ديگ مان پَٽ جي ورهاست. ڪاڄ واري ماني ءَ جي ورهاست.

وَڏ وَڏڻ: ديگ مان پٽ ڪڍي ڪارائڻ لاءِ ڏيڻ.

وَڏ: ث. گهڻائي. سرسي. (ص) وڌيڪ.

وَڏ پوڻ: ڪنهن حادثي سبب گهڻا ماڻهو مرڻ. آفت اچڻ.

وڏ: ث. پنيتي. چٽي. مٿان جو بار.

وَڏائو: ذ. شادمانو- جشن.

وَڌاءُ: ذ. ديگهه- طول. پکيڙ. گهل- اينگهه. مبالغو.

وَڌائڻ: م. وڌو ڪرڻ. گهڻو ڪرڻ. ڊگهو ڪرڻ. طول ڏيڻ. پکيڙڻ. اينگهه ڪرڻ. ورچڻ (ماني). ترقي ڏيڻ.

وڌائي ڇڏڻ: وڌو ڪرڻ. گهڻو ڪرڻ. ڊگهو ڪرڻ (ڪم)

وڌڙيو: ص. وڌ لڱل. گنهگار. پليت. چريو.

وَڌِڪُ: ذ. وڌيڪ. گهڻو- زياده. فالتو.

وَڌِڪ رکڻ: برتر هئڻ- فوقيت رکڻ.

وَڌَنت: ص. وڌندڙ. سائو- آباد. ستائو.

وَڌڻ: م. زياده ٿيڻ- گهڻو ٿيڻ. وڌيڪ ٿيڻ. اِڪٽي ٿيڻ. وڏو ٿيڻ. ڊگهو ٿيڻ. اِڳيان ٿيڻ. ترقي ڪرڻ. اوچو ٿيڻ. ٿلهو ٿيڻ. پکڙجڻ. اُسرڻ. اُپرڻ (وڻ ۽ بوٽو). ورچڻ (ماني)

وَڌي وڃڻ: وڌيڪ يا گهڻو ٿيڻ. گوءِ کٽڻ.

وَڌي وَڻ ٿيڻ: طاقت وارو ٿيڻ. بلوغت کي پهچڻ. پيڙهه پختي ٿيڻ. هوشيار ٿيڻ.

وَڌِي: ث. هڪ قسم جي ڏوئي (جنهن سان ماني وڌائجي). هڏ ڪي (جيڪا ڪنهن جي ياد ڪرڻ سان ٿئي).

ودوا: ث (سن) بيواهه- رن زال.

ودوا آشرم: ذ. بيواهن جي رهڻ جي جاءِ.

وِڌي: ث. وياج.

وَڌِيڪ: ص (سن: اَڌِڪ) زياده- گهڻو- جهجهو. اجايو- فالتو.

وَڌيڪ هجڻ: گهرج کان گهڻو هجڻ- اجايو گهڻو هجڻ.

وڏ: ث. 'وڏائي' جو مخفف. فقط صفاتي اِڳياڙيءَ طور ڪم ايندڙ لفظ (جيئن وڏپڻ. وڏڦڙو وغيره).

وڏ پڏ: ذ. ڦوند- آڪڙ- وڏائي.

وڏ: ث. عيب- ويڪ. جسماني عيب.

وڏا، وڏڙا: ذ. ابا ڏاڏا. بزرگ.

وڏاندرو: ذ. سخت ڏکيو.

وڏانُ: ذ. لوهار کي ڪم جو هڪ اوزار- وڏو مترڪو.

وڏانُ: ذ. وچو- سرندو- ساز.

وڏاتو: ص. ڪاوڙيل- وڏوتيل.

وڏا ڦوٽا: ذ. هڪ قسم جو خوشبودار وکر- نرڦوٽا.

وڏائڻ: م. وڏائي ڪرڻ. واڪاڻڻ. عيبدار ڪرڻ.

وڏائي: ث. ديگهه. اوچائي. بزرگي. عزت. فضيلت. بٽاڪ. آڪڙ- غرور- سيٺ.

وڏائيءَ ۾ پرجڻ: تڪبر ڪرڻ- هٺ ۾ پوڻ.

وڏائي خورُ: ص. آڪڙباز. اجائي وڏائي ڏيکاريندڙ.

وڏ ڀاڳيو: ص. وڏي ڀاڳ وارو- خوش نصيب.

وڏپڻ: ذ. وڏائي. وڏي عمر. وڏي عزت. پيري- ٻڍاپو.

وڏ پيٽو: ص. وڏي پيٽ وارو. گهڻ ڪائڪ- پيٽو.

وڏ جگرو: ص. وڏي همت وارو. دلبر- بهادر

وڏ خرچو: ص. گهڻي خرچ وارو- هٿ ڦاڙ. عيالي. مهانگو.

وڏ ڦڙو: ذ. وڏين ڦڙين وارو مينهن.

وڏ ڦڙو وسڻ: زوردار برسات پوڻ. ويڙهه ڪرڻ- ڦڏو ڪرڻ- اُڌو ڪرڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ.

وڏ گڙدو: ص. بردبار. تحمل وارو. راز دل ۾ رکندڙ. همت وارو- دلير.

وڏ گهرانو: ص. وڏي ڪٽنب وارو. اعليٰ نسل جو. خانداني.

وڏ مانهپائي: ث. وڏو مان مرتبو. وڏي عزت. خانداني آڪڙ- سيٺ.

وڏ ننڍائي: ث. ننڍي وڏي جي سڃاڻپ. نياز نوڙت واري هٿ.

وڏف، وڏق: ث. هڪ پسار کو وکر- سؤنف.

وڏ ڪنو: ص. وڏن ڪنن وارو. سرلو.

وڏ ڪُ: ث. وڏي عمر واري ڇوڪري

وڏو: ص. ڊگهو- لنبو. ويڪرو. وسيع. ڪشادو- کليل. گهڻو- زياده. بلند. ٿلهو. مٿانهون- اعليٰ. (ث. وڏي).

وڏو چڪ وجهڻ: رشوت وٺڻ- وڏو وات ڦاڙڻ

وڏو چوائڻ: پاڻ ساراهڻ- تڪبر ڪرڻ.

وڏو ڪرڻ: وڌائڻ- ڊگهو ڪرڻ. پالڻ- پرورش ڪرڻ. گهرو ٻوءِ ۾ ٻار کي سمهارڻ.

وڏو اُسر: ذ. رات جو ٽيون پهر.

وڏو اُستاد: ذ. اسڪول جو وڏو استاد- هيڊماستر. (ص) هوشيار- چالاڪ

وڏو ٽپ: ذ. مڏي جو بخار. سله.

**وڏو ڏينهن:** ذ.عيد برادِيا ڪو سڳورو ڏينهن.

**وڏو سَڏ:** ذ.اذان- بانگ.

**وڏو صُبحُ:** ذ.پرهُ ڦُٽي.

**وڏو ڪمُ:** ذ.اهم ڪم.ساراهه جوڳو ڪم.

**وڏو گوشت:** ذ.ڳائو يا ماهو گوشت.

**وڏو مانهو:** ذ.دولتمند- امير.عزت وارو.حاڪم.وڏي همت وارو.

**وڏي واڪي:** ظ.وڏي آواز سان- رڙ سان.

**وڏي واڪي چوڻ:** پڌري پٽ چوڻ- ظاهر ڪرڻ.

**وڏي ويلي:** ظ.تمام سوير- اَسُر جو.

**وڏواتي:** ث.نڀاڳي- منحوس (جنهن جي پٺ لڳي).

**وڏواتيو:** ص.گهٽو ڳالهائيندڙ- بڪبڪيو.ٻٽاڪي.ڏاڍيان ڳالهائيندڙ.

**وڏوَر، وڏهَر:** ث.ساماڻل ڇوڪري- شاديءَ لائق نياڻي.

**وڏونَ:** ث.ڪاوڙ- غصو- ڏمر.

**وڏونجڻُ:** م.ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ.

**وڏوٺو:** ص.ڪاوڙيل- ڏمريل.رنل.

**وڏوهي:** ص.بيگناه- بيڏوهي- نردوش.

**وڏهنس:** ذ.راڳ جي ڇهن سُرن مان هڪ سُر.

**وڏنون:** ذ.اجائي خوشامد- چاپلوسي.

**وڏنون ڏيڻ:** ڪوڙي تعريف ڪرڻ- چاپلوسي ڪرڻ.

**وڏيتُ:** ذ.تفصيل- وچور.سمجهاڻي- شرح.سبب.

**وڏيرَپ:** ث.ڳوٺ جي سماجي فيصلن جو اختيار- اڳواڻي.

**وڏيرڙو:** ص.ص.ٿورو وڏو- البت وڏو.

**وڏيرو:** ص.ڳوٺ جو وڏو- ڳوٺ جو چڱو مڙس (جنهن تي وڏيرپ جي پڳ هجي).(ث.وڏيري).

**وڏي ڪنگهه:** ث.سلهه جي بيماري- ڪرٽيو.

**وڏي دل:** ث.فراخدلي.همت- حوصلو.

**وڏي ذات:** ص.سُٺن ڳُڻن وارو شخص.

**وڏي ڪُنڊَ:** ث.جاميٽريءَ موجب نوي (90) درجن کان وڌيڪ ماپ واري ڪُنڊَ- ويڪري ڪُنڊ.

**وڏي ڳالهه:** ث.ڏکيو ڪم.اهم ڪم.حيرت جهڙو ڪارنامو.

**وڏي ٻڙي هئڻ:** بي هنر۽ بيڪار هئڻ- ڪنهن به خوبي نه هئڻ.

**وڏي ماني رَسڻ:** اعليٰ درجي تي پهچڻ.بخت بلند ٿيڻ.

**وِڏَ:** ث.وِڏڻ جو عمل.وٺن جي وِڏ- ڇانگ.

**وِڏ ڪرڻ:** ٻيلي، هُڙي وغيره مان وڻ وڍڻ.وڻن مان ٿارن جي ڇانگ ڪرڻ.

**وِڏ ٽُڪ:** ث.گهڙيچ.چند ڇاڻ.

**وَڍُ:** ذ.زخم- گهاءُ.ڇهڪ- چيرُ.وِڍ جو نشان.ٿر جي پٽن مان رستو.

**وَڍَ وجهڻ:** گهاءُ وجهڻ- زخم ڪرڻ.طعنن مهڻن سان دل کي گهائڻ.

**وڍُ وڍڻ:** بدشد ڳالهائڻ.صاف چوڻ.

**وَڍاتو:** ذ.ختنو- طهر.

**وَڍائڻ:** م.ڪپائڻ.ڇانگائڻ.

**وَڍائي:** ث.ڪاٺ وغيره وڍڻ جي اُجرت.

**وَڍجڻ:** م.ڪپجڻ.ڪترجڻ.چيرجڻ- ڦاڙجڻ.ڇهڪاڄڻ.گهائجڻ.

**وَڍڪُٽ:** ث.چيرڦاڙ.جراحي- سرجري.

**وَڍڻُ:** م.ڪاٽڻ- ٽڪر ڪرڻ.ڪپڻ.ڇهڪ ڏيڻ.

**وَڍو:** ذ.ڇهڪ جو نشان.داغ- چٽو.ٻنو- نيلُ.

**وَڍولو:** ذ.هڪ قسم جو زنانو ڳهه.

**وَڍي:** ث.چم جي پٽي.رشوت- لَبُ.

**وَڍي هئڻ:** رشوت ڏيڻ.ٻئسو آڇڻ.

**وَڍي خور:** ص.رشوت خور.

**وَڍيون وجهڻ:** ورو ڪڙو وجهڻ.طعنا هڻڻ.ايذاءُ رسائڻ.

**وَڍيل:** ص.وَڍيل.زخمي.مجروح.ڪپيل.

**وَرُ:** د.(سن) گهوٽ- مڙس- وَنو.تحفي طور ڏنل دلپسند شيءِ. خيرات.گهيرو- دائرو.موڙ- وڪڙ.ڏنگ- خم- ٻيچ- ڦيرو.گهنج.

**وَر ٻيجڻ:** ٿورو وَڍ ڏيڻ.راهه جو ڦيرو ڪاٽڻ.

**ور پوڻ:** وَٽ پوڻ.ڏنگ ٿيڻ.فرق پوڻ.

**ور چڙهڻ:** قابو ۾ اچڻ.وڪڙ ۾ اچڻ.هٿ چڙهڻ.

**ور ڏيڻ:** آشيرواد ڏيڻ.انجام ڏيڻ- قول ڪرڻ

**ور ڪٽڻ، وَر ڪُنجڻ:** مٿي اُبدائي وٺان ورڏيئي سٽڻ کي هيٺيان مٿي ڪرڻ.ڪنهن ڪم جي سنبت ڪرڻ.جهيڙي لاءِ تيار ٿيڻ.

**ور لاهڻ:** ڏنگ ڪڍڻ.سيکت ڏيڻ.سڌو ڪرڻ.

**ور گهرڻ:** مراد چاهڻ- سڪا باسڻ.

**وَر ۾ اچڻ:** وڪڙ ۾ اچڻ- ڦاسڻ- ڦبو ٿيڻ.

**ورُ:** ذ.ڦٽ۽ سوراخ (جيڪو ماس کي اندر ئي اندر کائيندو ويجي).

**وراثت:** ث(ع) ورثو- ترڪو.ميراث.

**وراثت نامو:** ذ.ورثي جي لکت وارو دستاويز.

**وراڇد اَپيَرنش:** ث.بگڙيل يا ردي ٻولي.هڪ اڳاٽي ٻوليءَ جو نالو (گمان غالب سنڌي ٻوليءَ جو قديمي نالو).

وراڌ: ث.زخم- ڦٽ- ناسور.

وراڌجڻ: م.ڪاوڙجڻ- ڪروڌ ۾ اچڻ- ڪروڌ ڪرڻ.

وراڌو: ص.ڏمريل.شوخ- ڪروڌي.

وراڙ: ث.جُوءِ- ماڳ- هنڌ.مال جي چاري وارو هنڌ- سيم.

وراڙو: ص.ٺانيڪو- هنڌائتو.

وَراڙو: ذ.چورن جي پنيان ويل پاڳين جو ٽولو- ورهاڙو.

وَراڪڻ: م.وَرڏيڻ- وَرڏيئي بَڌڻ.

وراڪو: ذ.وَرُ- پيچ- وڪڙ.لاڳاپو.سڱ جو ناتو.

وَرالَ: ث.ڳولا- تلاش- ووڙ.

وراندو: ذ.ڇني جي اڳ وارو ڇت سان ڍڪيل حصو.

وراندَ: ث.شام جو وقت- پوئياڙي.

وراندَ تي وڃڻ: ڇپ ٿيڻ- مات ٿيڻ.

ورانگَ: ث.ڀرانگ.چال- ٻڌ.

وَراڻ: ث.وارو (سڪار جو).وسندي.نڪ- پيڙهي.ورندي- جواب.

وَراڻو: ذ.وهٽ کي پنڌ ڪرائي وري ونئي اچڻ (ٿڪ لاهڻ لاءِ).هرن ڪاهڻ وقت اهو دنگ جتان ڏڳن کي پوئتي ورائجي- ڦيرو.

وَراڻو ڪرڻ: جهجهائيءَ ۾ اچڻ.برڪت پوڻ.

وَراڻي: ث.ماني اُٿلائڻ جي ٿٿڻي.اُٿلائي- دور- ڦيرو.گهمرو- ڦيرو.جواب- ورندي.اُٿو (گهوڙي کي).

وراڻي ڏيڻ: جواب ڏيڻ- ورندي ڏيڻ.

وَراڻي وارڻ: ڪنهن ڳالهه جو جواب ڏيڻ لاءِ ٻئي کي ترجمان ڪرڻ.

وراهڻ: م.ورهائڻ- ونڊڻ- ورڇڻ.ورهاست ڪرڻ.

وراڻتو: ص.وَروَڪڙوارو- انگڙونگڙ.

وَرائتي: ث.وَرَواري- شادي شده- پرڻيل عورت.

ورائتي: ذ(انگ)قسم- نوع- جنس.

ورائتي شو: ذ(انگ)رنگارنگي پروگرام.

وَرائڻ: م.موٽائڻ- ڦيرائڻ.موڙڻ.وري ونئي اچڻ.اُلارڻ.مٿان وجهڻ.گهورڻ.بند ڪرڻ.ٻيڪڙڻ (در، دري).اُٿلائڻ (ورق).ڍڪڻ.وڪوڙڻ- گهيرڻ.

وَرائي وار وجهڻ: ٻيهر ڪوشش ڪرڻ.ڪنهن ڪم کي موٽي اچي لڳڻ.

ورائي وڃڻ: واپس وڃڻ- موٽائي وڃڻ.

وَرتَ: ذ.رسو- نوڙ- واجه.ڪوهه مان پاڻي ڪڍڻ جي واڄ.

ورتُ: ذ(سن)هندن جو ڌرمي لنگهڻ- فاقو.

وَرتا: ث.گفتار.ڳالهائڻ.

وَرتارو: ذ.هلت- ورتاءُ.نمونو- ڍنگ- طرز.گذارو.

وَرتاءُ: ذ.لوڪ- رويو- هلت.

وَرتائڻ: م.ڪم ۾ آڻڻ.ورهائڻ- ورڇڻ.

ورتائڻ: م.ڪاوڙائڻ- رنجائڻ.بيزار ڪرڻ.

وِرتَل، ورتو: ص.ڪڪ- بيزار.ڪُهيل.

وَرتمان: ص(سن) چالو- هلندڙ.(ذ) گرامر موجب هلندڙ وقت- زمان حال.

وَرتيو: ص.پوتي پٽيندڙ- جوتشي.

وُرثا: ذ(ع) وارث جو جمع.ميراث جا حقدار- وارث.

ورثو: ذ(ع:ورثہ) مُئي جو مال.ترڪو- ميراث.

ورثو ڪرڻ: پنهنجو مال بنائڻ.سفارش ڪرڻ.

ورثي ۾ اچڻ: ترڪي ۾ ملڻ.

وَرثائڻ: م.ڍئي ڇڏڻ.مالا مال ڪرڻ.نوازڻ.

ورج: ث.رسم- رواج- دستور.عادت- هير.محاورو- اصطلاح.شائستگي- مرجاتا.ڪفايت- صرفو.

ورجاءُ: ذ.موٽ- واپسي.

ورجائتو: ص.رواجي- معمولي.عادت يا هير موجب.

وَرجائڻ: م.موٽائڻ.موٽ ڏيڻ.جواب ڏيڻ- وراڻي ڏيڻ.دهرائڻ.ٻيهر چوڻ.وري وري چوڻ.

وَرجيس: ث.مشق- وري وري ڪرڻ وارو عمل.ڪسرت.اصطلاحي معنيٰ.

وِرجڻ: م.ڳرڻ- پرڻ.

ورچ: ث.خفو- بيزاري.ڪڪ ٿيڻ جي حالت.

ورچائڻ: م.ڪڪ ڪرڻ.بيزار ڪرڻ.ٿڪائڻ.

ورچڻ: م.ڪڪ ٿيڻ.بيزار ٿيڻ- خفي ٿيڻ.مُنهن پوڻ

ورڇ: ث.ورهاست- تقسيم.وَنڊ.ورهاست ۾ آيل حصو.ڀاڱو- حصو- پتي.ڦوڙي- چندو.درويشي جي عطا- ڏاڻ.

ورڇ وجهڻ: پتي ڏيڻ- ڦوڙي ڏيڻ

ورڇڻ: م.ورهائڻ- ونڊڻ.ڦاندڻ.

ورڇڻي: ث.ورهاست- تقسيم- ورڇڻ جو ڪم.ڦاندڻي.

وردُ: ذ(ع) روزانو عمل.روزمره جو ڪم- معمول.

وردُ ڪرڻ: زباني دور ڪندو رهڻ.روزانو عمل جاري رکڻ.

ورد وظيفو: ذ.مقرر وقت تي دعا درود.

وَردي: ث.(سپاهين، ڪارڪنن، پٽيوالن وغيره) ملازمن جي خاص مقرر ٿيل پوشاڪ- يونيفارم.

**وَردي پوش:** ص.وردي پهريل.سپاهي (فوج يا پوليس جو).

**وِرِڌ:** ث.ناسُور-ڦٽ.

**ورڌ:** ص.جهونو-جُهور-ڪراڙو.

**وِرڙات:** ذ.دانهون.منٿون-ايلازم.ڪوشش-سعيو.

**وِرڙو:** ذ.ننڍڙيءَ ٻار جو ٻانهن جو ڪنگڻ يا پير جي ڪڙي.

**ورڙا وجهڻ:** ڦيرا پائڻ.نازنخري سان هلڻ.

**ورزش:** ث (ف) مهارت حاصل ڪرڻ جي مشق- استعمالي. ڪسرت.دَور (وريوري ڪرڻ جي مشق).

**وَرس:** ذ (سن) ورهيه-سال-ٻارهن مهينا.

**وَرسارو:** ذ.برسات.برسات جي مُند.وسڪارو.

**وَرسائڻ:** م.نوازڻ-خوش ڪرڻ.حمايت ڪرڻ.گمراهه ڪرڻ.

**وَرسڻ:** م.ورڪاتيڻ-وسڻ.برسات پوڻ.ڪوماڻجڻ.مُرجهائڻ.

**وِرسڻ:** م.ڀڄڻ-گمراهه ٿيڻ.ڀٽڪجڻ.محروم ٿيڻ.ڀٽڪڻ.

**ورسي:** ث.ٻرهو.وفات جو ساليانو ڏينهن

**وَرش:** ذ (سن) ورهيه-سال.

**وَرشا:** ذ (سن) گهور-ٻلهار-صدقو.

**وَرغلائڻ:** م.ڏٽارڻ.گمراهه ڪرڻ.

**وَرقُ:** ذ (ع) ڪاغذ-پَنو.سون يا چانديءَ جو سنهو پَنو.وڻ.ٻُوٽي، گُل وغيره جو پَنُ.

**ورق ڏوئڻ:** فرق ميٽڻ.ٻيائي ختم ڪرڻ.

**ورق ورڻ:** حالات بدلجڻ.واروورڻ.ڀاڳ لڳڻ.

**ورق ويڙهڻ:** ڪتاب ٻَيڻ.واسطا توڙڻ.

**ورق گرداني:** ث.ڪنهن ڪتاب کي مٿا ڇرو ڏسڻ وارِي حالت.

**ورڪشاپ:** ذ (انگ) ڪارخانو. ڪنهن ڪم سيکارڻ لاءِ ڪرايل ميڙ.

**ورڪُ:** ذ (سن) وڻ.

**وَرڪا:** ث (سن: ورشا) وسڪارو.گهورَ-گهورڻ.

**ورڪا ڪرڻ:** وَسائڻ (گُل وغيره)-مٿان گهورڻ.

**وَرلاپُ:** ذ (سن) روح ڇنڪو.آزاري.ٻار ڪڍي روئڻ.ٻاڪارَ.

**ورلو، ورلي:** ظ.ڪڏهن ڪو.بعضي-اتفاق سان.ڪڏهن ڪڏهن.

**وَرمُ:** ذ (ع) سوڄ-آماس.

**ورمڻُ:** م.ترسڻ-رهڻ.دير ڪرڻ.لال ڪرڻ.ڀرمڻ.

**وَرَنُ:** ذ (سن) رنگ.قسم-نوع.رنگ روپ.حُسن.

**وَرن وَرن ٿيڻ:** مُنهن جو رنگ بدلجڻ.

**وَرن هيڻ:** ذ.نيات مان نڪتل-برادريءَ مان خارج ٿيل.

**وَرنه:** ظ (ف) نه ته-وري.

**وَرنائي:** ث.سونارن جو مُنڊين يا ڪنگڻن ناهڻ جو اوزار.

**وَرنائڻ:** م.دانهن ڪوڪ ٻڌڻ-سڏ سڻڻ.اونائڻ.داد ڪرڻ.

**وَرند:** ث.موٽ-واپسي.ورڻ جي حالت.

**وَرندو:** ظ.ايندڙ-ڏسندو (ڏينهن.مهينو.سال).

**ورندي وار:** ايندڙ سالگرهه ڏينهن-انين ڏينهن.

**وَرندي:** ث.سڏ جي وراڻي.جَواب.

**وَرندي ڏيڻ:** جواب ڏيڻ.سوال جو جواب ڏيڻ.

**وَرنو:** ص.رنگ وارو-رنگي.سهڻو.

**ورنهُ:** ص.سونهن سوڀيا وارو.صورتوند.جوڌو جوان (ث.وَرنه).

**وَرنيڪيُولَر:** ث (انگ) ڏيهي ٻولي. ڏيهي ٻوليءَ جو امتحان. (ص) ڏيهي.

**وَرڻُ:** م. موٽڻ- ررِي اچڻ. موٽي اچڻ- واپس ٿيڻ. ٻيهر اچڻ. مُڙڻ-ڦرڻ.ڏنگ ٿيڻ.

**وَرڻ سَرڻ:** حصار ٿيڻ-ملڻ-پڙ پوڻ.

**وَرڻ واري ڪرڻ:** جلد واپس اچڻ.واپسيءَ جي تياري ڪرڻ.

**وري اچڻ:** ٻيهر اچڻ.موٽي اچڻ.

**وري پوڻ:** موٽي اچڻ.اُٿلي پوڻ.موٽ کائڻ.لاڙو ڪرڻ.

**وَرَنو:** ذ.سون يا چانديءَ جو نهيل ڇلو.جيڪو ڏسٽي آگرهه پائجي.

**وَرو:** ذ.ڪٽ جو دگهو لڪڙو-پچَر (جيڪو ڇت ۾ پوي).

**وَرو ڏيڻ:** ٻيڙيءَ جو پاسن تي اُٿل ڪرڻ (واءُ سبب).

**وَرو وَهڻ:** هڪٻئي جي مدد ڪرڻ.

**ورو:** ذ.حصو-ٻتي-ڀاڱو.هاريءَ جو زميندار کان قرض طور ورتل اَن.

**ورونجڻ:** م.حنور (ڳنون.مينهن) جو ٻُت سڪي پوڻ (بيماري).

**وُرودُ:** ذ (ع) وارد ٿيڻ-پهچڻ.ظاهر ٿيڻ.

**وِرودُ:** ذ (سن) اختلاف- مخالفت. ڪلفت. دشمني- خصومت. ويڙ.اتبت.

**ورودي:** ص.فسادي.دشمن.

**ور ور:** ظ.وري وري-ذري ذري-هر هر.

**وروڙجڻ:** تو ٻيل ڪَن يا نڪ جو سوراخ بند ٿيڻ.آنديءَ ۾ وَٽ پوڻ.

**وروڙڻ:** م.وارڻ-موٽائڻ-پَٽي ڪرڻ.

**وَر وَڪڙ:** ذ.ڏنگ ڦڏ-وراڪا.

**ورُون:** ذ.ڦسز.حسن ۾ آزاريندڙ سوراخ.

**ورُونهَ:** ث.ونڊر.رهاڻ.مشغولي.قرب ونڊڻ.

**ورونجي پوڻ، ورونجڻ:** ڳئُون يا مينهن کي تپ اچڻ.

**وَرُوئَڻ:** م.سُکي وڃڻ.بند ٿيڻ-بَند جڻ.

**ورُونهڻ:** م.ونڊرڻ.قرب ونڊڻ.ڪچهري ڪرڻ.حال ونڊڻ.

**وَرهُ:** ذ.ورهيه-سال.

**وره پَتري:** ث.جنتري.

**ورهُ:** ذ.برهه-عشق.جدائيءَ جو ڏک.وڇوڙو.فراق.درد.

**وره ۾ وَهلُور ٿيڻ:** برهه ۾ بيقرار ٿيڻ-فراق ۾ بيمار ٿيڻ.

**وره وَنڊڻ:** حال اورڻ.محبت ونڊڻ.

**وره وسائڻ:** محبت ۾ سُور سهڻ.زاروزار روئڻ.

**ورهاسَتَ:** ث.ونڊ-ورڇ-تقسيم.ڦاڻٽي.

**ورهاڱو:** ذ.ورهاست.

**ورهائڻ:** م.ورڇڻ-ونڊڻ-تقسيم ڪرڻ.ونڊ ڪرڻ.

**وَرهَسپت:** ث.مشتري(گره).خميس جو ڏينهن.

**ورهو:** ذ.مڙس-پتار-ڪانڌ-وَرُ.

**وَرهيه:** ذ(سن: ورش) سال-سَن.زمين جو سج جي چوڌاري ڦيرو پورو ڪرڻ وارو عرصو (جيڪو عيسوي سن موجب 365 ڏينهن، 5 ڪلاڪ، 48 منٽ ۽ 46 سيڪنڊ ٿئي ۽ قمري سال ۾ 355 ڏينهن ٿين).

**وَرهيارو:** ص.ساليانو-سال بسال.

**ورهين جا ورهيه:** ظ.سالن جا سال.هر سال.هميشه-سدائين.

**ورهين جو:** ص.تمام پرانو-آڳاٽو-قديم.

**ورَءُ:** ث.ڪاڻي لاءِ مٽر ڪيل اَن يا روزينو.هڪ ويلي جو اَن يا ڪاڻو. ڪاڻ خوراڪ.گذران.

**وَري:** ظ.پيو پيرو-پيهر.موٽي-واپس ٿي.پوءِ-بعد.وڌيڪ.نئين سر.مٿان ڪان-شروع ڪان.اڃا به.

**وَري وَري:** ظ.بار بار-هر دفعي.

**وَرِيامُ:** ذ.سورهيو-جوڌو-ڪوپو.

**وَرِياهُ:** ذ.سورهيه-پهلوان-جوڌو.

**وَريتي:** ث.وَرواري-سهاڳڻ.

**وَريد:** ث(ع) شهرڳ-انساني جسم جي ساهواري وڏي نبض.

**وَريڙو:** ذ.وَرڏنل چلو-ورنو(ڳه).

**ورِنيا:** ذ.اَٽ وغيره جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ ڏاڳي ۾ مڻڪا ۽ ڪوڏيون.

**وَڙُ:** ذ.احسان-ٿورو-ڀلائي-عنايت-نوازش.ڳڻ-گڻ.قسم-جنس(وکرجي).

**وَڙُ ڪرڻ:** ڀلائي ڪرڻ-ٿورو ڪرڻ.ٻنا لالچ جي احسان ڪرڻ.

**وڙائتو:** ص.وَڙوارو.قربدار.احسان ڪند.

**وڙُ:** ص.بدبخت-منحوس.منافق.حاسد.

**وڙاند:** ص.بي فائدو.

**وَڙاءُ:** ذ.رنگ وارو-نموني وارو.(سامي سج وڙاءُ).

**وَڙجڻ:** م.گرم ٿيڻ-تپڻ.وَهڻ-چاتو ڪرڻ

**وَڙڪائڻ:** م.چوپائي کي جهنگ مان گهمتاڙي ڏيارڻ يا اچڻ.

**وَڙڪي اچڻ:** ٿنگون سهائي اچڻ.

**وَڙڪڻ:** م.سير ڪرڻ-پسار ڪرڻ.چهل قدمي ڪرڻ-ٽهلڻ.گهمڻ.

**وَڙڻ:** م.اندر وجهڻ-پيهڻ.پيرو جهڻ.

**وَڙو:** ذ.هڪ قسم جي مِٺائي.

**وِڙواند:** ص.حاسد-مَرسهو.رقيب.وچ ويڙهائو.ڪميو. فتنو جهنڊڙ.

**وَڙولَ:** ث.ڳولا.ڳولا ڦولا.جاچ جوچ.ويل وهٽ يا چوري ٿيل مال جي ڳولا.تلاش.

**وڙول ڏيڻ:** ڀڇاڳاڇا ڪرڻ.تلاش ڪرڻ.

**وڙول رکڻ:** ڀڇاڳاڇا جو بار رکڻ.

**وِڙهڻُ:** م.لڙڻ-جهڳڙڻ.تڪرار ڪرڻ.جهيڙو ڪرڻ.لڙائي ڪرڻ.

**وِڙهي ڊانگو ٿيڻ:** وڙهي ٿڪجي پوڻ.وڙهي خوار خراب ٿيڻ.

**وِڙهي مرڻ:** جنگ جوٽڻ-لڙائيءَ ۾ تباهه ٿي وڃڻ.

**وُڙهَڻ:** م.وهڻ(واهه يا درياهه جو پاڻي).

**وُڙهيون وڃڻ:** ڪنهن شيءِ جي بالڪل گم ٿي وڃڻ.

**وَڙي:** ث.وکر پٽ جيءَ جا ٽڪرا.گاهه مان وٽيل نوڙي.

**وَزارَت:** ث(ع) وزير جو عهدو-وزيري-منسٽري.

**وُزراءُ:** ذ(ع) "وزير" جو جمع.

**وزٽ:** ذ(انگ) گهمڻ واري حالت-پسار.دؤرو-چڪر (معائني لاءِ).

**وزٽنگ ڪارڊ:** ذ(انگ) تعارفي ڪارڊ (ملاقات ڪرڻ لاءِ).

**وَزمُ:** ذ.حُقي، چلم وغيره جي ڦوڪ.سُلفيءَ جو سوٽو.هڪ ساهي وڏو سوٽو.

**وزم واڙي ڪرڻ:** حقو پائي پيئڻ.بيڙيءَ وغيره پي ساهي ڪٽڻ.

**وَزَنُ:** ذ(ع:وَزن) تور-ڏڙو.بار-بوجهه.تور جو وٽ.شعر جو وزن.

**وزن ڪرڻ:** تور ڪرڻ-تورڻ.

**وَزنائتو:** ص.وزندار.قدر قيمت وارو.مُلهائتو.

**وَزندارُ:** ص.ڳرو- ڀاري.

**وَزني:** ص.وزن وارو- وزندار.اثرائتو.

**وَزيرُ:** ذ(ع) حڪومت جي نظام ۾ وڏو مُشير- منتري- منسٽر.

**وَزير اعظم:** ذ.وڏو وزير.پرائم منسٽر- پرڌان منتري.

**وزير اعليٰ:** ذ.وڏو وزير- چيف منسٽر- صوبي جو حاڪم اعليٰ.

**وَزيري:** ٿ.وزير جو عهدو- منسٽري.

**وَسَ:** ٿ.مينهن- بارش- برسات- وسڪارو.

**وَسَ ٿيڻ:** مينهن پوڻ- بارش ٿيڻ.آبادي ٿيڻ.وسڻ ٿيڻ.

**وَسَ چرڻ:** چوپائي مال کي وسڪاري واري جوءِ ۾ چارڻ.

**وَسِ:** ظ.وس ۾- قبضي ۾- هٿ ۾.قابو ۾- اختيار ۾.

**وَسُ:** ذ. طاقت- سگهه- قوت. اختيار- قابو. مرضي. چارو- حيلو. أدم- سعيو- ڪوشش.

**وَس پُڄڻ:** ٿي سگهڻ يا ڪري سگهڻ- پڄندي هئڻ.

**وَس جهڙو:** ص.سهڻو- عمدو- چڱو.

**وَسَ ڪرڻ:** سمورو زور لائڻ.حيلا هلائڻ.ڪوششون ڪرڻ.

**وَس ڪان وڃڻ:** بي اختيار ٿيڻ- بيوس ٿيڻ.

**وَسَ ۾ ڪرڻ:** قابو ۾ آڻڻ- اختيار ۾ ڪرڻ.قبضي ۾ ڪرڻ.

**وَسَ وارو:** ص.اختيار وارو- مرضيءَ جو مالڪ.

**وِس:** ٿ.(سن: وِسميه) حيراني- اچرج.ڳڻتي- فڪر.گهٻراهٽ.

**وِسارڻُ:** م.وساري ڇڏڻ- ياد نه ڪرڻ.دل مان ڪڍي ڇڏڻ.ڀلجي وڃڻ. چت تان لاهڻ.ذهن مان ڪڍڻ.

**وَسارو:** ذ.جيت جو هڪ قسم (مينهن وسارو).

**وَساطت:** ٿ(ع) درمياني وسيلو.وسيلو- ذريعو- واسطو.

**وِسامَ:** ٿ. هيڻائي- ڪمزوري (جسم ۾). ماندڪائي. غنودگي- ڳهر.

**وِسامڻُ:** م.گل ٿيڻ (بتي).اُجهامڻ (باهه).نرڻ (جهيڙو). سست ٿيڻ (بدن).ماندو ٿيڻ (جسم).ٿڪجڻ.

**وِسامي وڃڻ:** بلڪل ٿڪجي ٿڪجي پوڻ.بيهوش ٿيڻ.هڄڻ. حيرت ۾ پئجي وڃڻ.

**وِسامو:** ذ.ڳڻتي- اُلڪو.تعجب.

**وِسانڻ:** اسم خاص.سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.(ص) وَسايل.

**وِسائڪو:** ص.ڪوماٽيل.چار جي ڏپ وارو.

**وِسائَلُ:** ص.اُجهاٽل.ٿڪل- ڪهيل.

**وِسائتو:** ص.وَس وارو- اختياريءَ وارو- زوراور.

**وَسائل:** ذ(ع) "وسيلي" جو جمع.وَسيلا.اُپاءَ.حيلا.

**وَسائڻُ:** م.بارش ڪرڻ- مينهن ڪرڻ.برسات ڪرڻ.آباد ڪرڻ (وسڻ، ڳوٺ). اُڇلائڻ (پٿر، موچڙا وغيره). مٿان وجهڻ (مٿي،ڏوڙ).ڪٽڻ (مٿي تي)- برداشت ڪرڻ (ذميواري).

**وِسائڻُ:** م.گل ڪرڻ (بتي)- اُجهائڻ (باهه، چلهه).

**وَسايَلُ:** ص.آباد ڪيل.مينهن وسايل.

**وَسايو:** اسم خاص.سنڌ ۾ مرد جو نالو.(ص) وَسايل.

**وَستُ:** ذ(سن) شيءِ- چيز- ٿول.

**وِستارُ:** ذ(سن) پکيڙ- تفصيل.ويڪر.ڦهلاءُ.ڪشادگي.

**وِستار ڪرڻ:** اُپٽار ڪرڻ.وڏي ڊيگهه ڪرڻ.تفصيل بيان ڪرڻ.

**وَستر:** ذ(سن) ويس- ڪپڙا- پوشاڪ.

**وَستو:** ٿ(سن) شيءِ- ٿوڪ.ٿول.وکر.دولت.جوهر- مادو.

**وَستي:** ٿ.بستي- وسڻ- آبادي- وَسندي.

**وِسپت:** ٿ.برهپسٽ- خميس (ڏينهن).

**وِسرامُ:** ذ(سن) آرام- ساهي- سک- چين.اُجهاپو.آسائش.

**وِسرام ڪرڻ:** ٿڪ پڄڻ لاءِ ساهي کڻڻ.آرام ڪرڻ.

**وِسرگ:** ذ(سن) گڏيل آواز وارو اکر ("ماٿهو" ۾ "ڻ"، "ڳاڙهو" ۾ "ڙ" وغيره).

**وِسرڻُ:** م.ڀلجي وڃڻ- وسري وڃڻ.دل تان لهڻ.ڀلجڻ.ڌيان تان لهڻ.

**وَسطُ:** ذ(ع) وچ.وچون حصو.

**وَسطي:** ص.وچون- درمياني.

**وُسعت:** ٿ(ع) سگهه- طاقت.پهچ- پڄندي.

**وسعتمند:** ص.پهچ وارو- سگهه وارو.

**وُسعت:** ٿ(ع) ڦهلاءُ- پکيڙ.ڊيگهه.ويڪر.واڌ.ڊيگهه۽ويڪر ۾ ايراضي.

**وُسعت ڏيڻ:** ڦهلائڻ- پکيڙڻ.ڊيگهه ڏيڻ.وڌائڻ.

**وَسڪار:** ٿ.وَس- وسڪارو- برسات.

**وَسڪارو:** ذ.مينهن جي وَس.مينهن- برسات.

**وِسڪڻ:** م.دل سر ڪڻ- هرکڻ.حرص ٿيڻ.

**وِسڪڻو:** ص.دل هرڪائيندڙ (هر- يءِ تي).لالچ ڪندڙ.

**وِسڪي:** ٿ(انگ) ولايتي شراب جو هڪ قسم.

**وِسل:** ٿ(انگ) ڳهڪو- سيٽي.

**وَسلو:** ذ.سامان- ٽپڙ- مال اسباب- مڏي.ڳهرو سامان.

**وسلو وانو:** ذ.سامان سڙو.ٽپڙ ٽاڙي.

**وَسمُ:** ذ.ليئو- جهاتي- واسامو.

**وَسمو:** ذ(ع) 'نير' جا سنها ڪٽيل پن (جن سان خضاب ڪيو ويندو آهي). ڪيس (مينديءَ لڳائي ان بعد ڪيس لائڻ).

**وِسمو:** ذ (سن) حيرت- عجب.

**وِسمي ۾ پوڻ:** عجب۾ پوڻ- حيران ٿيڻ.

**وسنانُ:** ذ. گيهه ٿانءُ لاءِ مکڻ ۾ وڌل ان جو ڏارو.

**وَسندي:** ث. وَس واري جُوءِ (جتي مال جي چرڻ لاءِ وَسڻُ ٿئي). واهڻ- ڳوٺ. آبادي.

**وَسَڻُ:** م (سن: ورس). پوڻ (مينهن). ٿيڻ (برسات). لڳڻ (موچڙا). مٿان پوڻ (ڏوڙ وغيره). آباد ٿيڻ- رهڻ. سرسبز ٿيڻ.

**وَسَ وَڌڻ:** ترقي ڪرڻ. مان مٿاهون ٿيڻ.

**وِسو:** ذ. اهنج- تڪليف. ڏکيائي. حيرت- عبرت. (ص) هڪو بڪو- حيران.

**وِسواسُ:** ذ (ع) انديشو- ڊپ. وهم- وِسوِسو. ويساهه.

**وِسُوڙُل:** ص. صاف دل. ڀالو ڀولو. مت موڙهل.

**وِسُوڙڻُ:** م. ڀتاڄڻ. ڀنيلجڻ- گمراهه ٿيڻ. وسهڻ- اعتبار ڪرڻ.

**وِسوسو:** ذ (ع: وسواس) وهم- ڀرم. خراب خيال (جيڪي شيطان دل ۾ وجهي). ڊپ. گمان- شڪ. انديشو.

**وِسوسو ڪرڻ:** وهم ڪرڻ. دل مں هڻڻ. شڪ ڪرڻ.

**وِسوسيو:** ص. شڪي- بي ويساهو. وهمي. ڊڄڻو- ٿهڻو.

**وِسهڻ:** م. اعتبار ڪرڻ- ڀروسو ڪرڻ. ويساهه رکڻ. مڃڻ. يقين ڪرڻ.

**وَسڻُ:** ث. وَسَ جي سانگي سان ماڻهن ۽ مال جي آباديءَ واري جُوءِ. ننڍڙو ڳوٺ. آبادي.

**وَسُنُون:** ظ. وَس ڪان- پڄنديءَ آهر.

**وَسُنون نه گهٽائڻ:** ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ- سڀ حيلا هلائڻ.

**وَسنون وڃڻ:** بيوس ٿيڻ- وَس نه رهڻ.

**وَسِي:** ث. ڳوٺ- وسندي- واهڻ- وستي.

**وَسيع:** ص (ع) ڦِڪِڙيل- فراخ- ڪشادو- ويڪرو.

**وَسيع نَظَر:** ث. پري تائين ڏسڻ. بلند خيالي.

**وَسيعَت:** ث. سگهه- طاقت. پڄندي- پهچ- توفيق.

**وَسيڪو:** ص. هٿ هيٺ- ماتحت- تابع. محتاج.

**وَسيلو:** ذ (ع) ذريعو- واسطو. سبب. سهارو- آڌار. ڪنهن شخص جي عنايت جو ذريعو.

**وسيلا وڃڻ:** سڀ آڌار ۽ آسرا ختم ٿيڻ.

**وسيلو پيدا ڪرڻ:** ڪنهن ڪم جي لاءِ ٻئي جي مدد ونڻ.

**وَسيلي:** ظ. معرفت- ذريعي. مهابي. واسطي. حيلي- نموني- طرح.

**وَسيمر:** ص (ع) خوبصورت- سهڻي وضع وارو.

**وَسَنءُ:** ث. وسندي- آبد جوءِ. بستي. آبادي.

**وَسِين:** ث. آبادي. ڳوٺ- بستي.

**وِسيهَرُ:** ص (بِس هر= زهر وارو). نانگ جو هڪ قسم- ڪَرو نانگ- واسينگ نانگ (جيڪو سخت زهريٺو ٿئي).

**وَش:** ص (ف) مثل- جهڙو. خوب.

**وِش:** ص (سن) وِههِ- زهر.

**وِشنُو:** ذ (سن) هندن جي ٽن وڏن ديوتائن مان ٻيو نمبر (جيڪو هندن جي ويساهه موجب سڀني مخلوق جي پالنا ڪري ٿو).

**وِشواسُ:** ذ (سن) اعتبار- ڀروسو. يقين.

**وِشواس گهاتي:** ث. دغابازي. بي اعتباري. ڪپٽ.

**وِصالُ:** ذ (ع) ملڻ- ملاقات. ميلاپ. انتقال- وفات. وحدت ۾ فنا ٿيڻ.

**وِصال جي واڳ وَڍِڻ:** ملاقات جو آسرو پڇڻ.

**وِصال ڪرڻ:** وفات ڪرڻ. ڌڻي تعاليٰ سان ملڻ.

**وَصفَ:** ث (ع) ساراهه- تعريف. خوبي- صفت. گڻ- خاصيت. خصلت. سڃاڻپ. اهڃاڻ.

**وصف ڪرڻ:** تعريف ڪرڻ- ساراهه ڪرڻ. اصل خاصيت بيان ڪرڻ.

**وصف رکڻ:** خوبي رکڻ- صفت رکڻ.

**وَصفيه:** ذ. اهو جملو جنهن ۾ متبدا بابت ڪا صفت ڏيکاريل هجي.

**وَصلُ:** ذ (ع) ملڻ- ميلاپ. گڏ جاٽي. صحبت. جماع- مباشرت.

**وَصل جو واءُ وَرڻ:** ديدار يا ملاقات جي اُميد پيدا ٿيڻ.

**وَصلي:** ص. ڳنڍيندڙ- ملائيندڙ.

**وُصولُ:** ذ (ع) حصول- حاصلات. آمدني. مليل رقم وغيره.

**وصول ڪرڻ:** حاصل ڪرڻ- وٺڻ. اوڳاڙڻ.

**وصول ڪنده:** ص. وصول ڪندڙ- وٺندڙ. اڳاڙي ڪندڙ.

**وُصولي:** ث. اڳاڙي. قرض يا محصول طور اڳاڙيل رقم.

**وَصي:** ذ (ع) اهو ماڻهو جنهن کي يا جنهن جي حق ۾ وصيت ڪيل هجي. محافظ- سرپرست. وارث.

**وَصي وارث:** ذ. حقدار وارث (جنهن کي وصيت ڪيل هجي يا جيڪو حقدار هجي).

**وَصيتَ:** ث (ع) موت يا سفر وقت ڪيل هدايت (ته مون کان پوءِ هن طرح ڪجو).

**وَصيت ڪرڻ:** مرضي بيان ڪرڻ. ورثي ۾ ڇڏڻ.

**وَصيت نامو:** ذ. اها تحرير جيڪا مرڻ وقت يا سفر تي وڃڻ وقت لکي وڃي.

**وَضاحَت:** ث (ع) تفصيل. وچور. پيرائتي ڳالهه. سمورو احوال.

**وضاحتي بيان:** ذ. ڪنهن ڳالهه جي جواب ۾ پنهنجي موقف واري ڳالهه.

**وَضَع:** ذ (ع) ترتيب. ساخت. بناوت. ترڪيب. ناهپ. طرز- ڍنگ. صورت- شڪل. حالت. ڪمي- لاٽ. ڪاٽ. ڄڻ (ٻار).

**وَضع حمل:** ذ. پيٽ واري ٻار جو ڄڻڻ- ايبارشن.

**وضعدار:** ص. هلي چلي ۽ جي رسم مطابق مناسب ڪپڙي لٽي نهيل.

**وَضعداري:** ث. خوش اسلوبي. سهڻائي. سگهڙپائي. ڍنگ- طريقو.

**وَضع قطع:** ث. جسماني بيهڪ- پوشاڪ وغيره جو نمونو. شڪل شباهت. ناهنوهه.

**وضع ڪرڻ:** ڪاٽڻ (رقم). ڪٽ ڪرڻ- گهٽ ڪرڻ.

**وُضُو:** ذ (ع) نماز کان اڳ مُنهن. هٿن. پيرن. ٻانهن ۽ مٿي جي پاڪائي (پاڻي ۽ سان).

**وُضو سارڻ:** وضو ڪرڻ.

**وَطَنُ:** ذ (ع) ڄمڻ جو هنڌ (شهر. ضلعو. ملڪ). پنهنجو ملڪ.

**وَطن دوست:** ذ حب الوطني رکندڙ- ديس جو گهڻگهرو- ديش متر.

**وَطن مالُوف:** ذ. پيارو وطن.

**وَطَني:** ص. ملڪي- پنهنجي ديس جو- ڏيهي.

**وَطيرو:** ذ (ع) طريقو- دستور- رواج. چال- عادت.

**وَظَائِفُ:** ذ (ع) "وظيفو" جو جمع.

**وَظيفو:** ذ (ع) روزانو وقت تي دعا درود پڙهڻ جو عمل. روزينو. روز جو مقرر اجورو. شاگردڪي پڙهائي ۽ جي ٻاري ۾ ملندڙ امدادي رقم.

**وَعدو:** ذ (ع) اقرار- قول- انجام- وچن.

**وعدا وَعيد:** ذ. حيلا حوالا. انجام اڪرام.

**وعده شڪَن:** ص. واعدي خلافي ڪندڙ.

**وعده فراموش:** ص. واعدو ڪري وساري ڇڏيندڙ.

**وعدي شڪني:** ث. واعدي جي بر خلافي.

**وعدو ڪرڻ:** انجام ڪرڻ- اقرار ڪرڻ.

**وعدي وفائي ڪرڻ:** انجام پورو ڪرڻ. واعدو نڀائڻ

**وَعظ:** ذ (ع) نصيحت (جيڪا زباني ڪجي). مذهبي نصيحت. تبليغ.

**وعظ ڪرڻ:** تلقين ڪرڻ. نصيحت ڪرڻ. درس ڏيڻ. ديني موضوع تي تقرير ڪرڻ.

**وَعيد:** ث. سزا جو واعدو- سزا جي ڌمڪي.

**وغَا:** ث (ع) لڙائي- جنگ. فساد.

**وغيره:** ظ (ع) وڌيڪ- ۽ ٻيا.

**وَفا:** ث (ع) تڪميل (دوستي. واعدي وغيره جي). نباهه- ساٿ. خير خواهي. وفاداري.

**وَفا ڪرڻ:** واعدو پورو ڪرڻ. نباهه ڪرڻ- ساٿ ڏيڻ. نمڪ حلالي ڪرڻ.

**وَفادارُ:** ص (ف) نمڪ حلال. توڙ تائين نباهيندڙ. وفا ڪندڙ. خير خواهه- مخلص.

**وَفاداري:** ث. نمڪ حلالي. خير خواهي- اخلاص. نباهه. سچائي.

**وَفا شعارُ:** ص. وفادار.

**وَفائي:** ث. وفا. نباهه. خير خواهي.

**وَفاتَ:** ث (ع) موت- اجل. قضا. فنا. رحلت- انتقال.

**وَفات ڪرڻ:** فوت ٿيڻ- انتقال ڪرڻ- گذاري وڃڻ.

**وَفاتي جامو ڍڪڻ:** مري لاڏاڻو ڪرڻ- وفات ڪرڻ.

**وفاقُ:** ذ (ع) گڏيل موافقت. صلح- اتفاق. صوبن جو اتحادي سرشتو.

**وفاقي:** ص. وفاق وارو- مُلڪي سطح جو- فيڊرل.

**وَفاقي حڪومت:** ث. گڏيل رياستن جي مرڪز واري حڪومت- فيڊرل گورنمينٽ.

**وفاقيَت:** ث. وفاقي نظام- مُلڪ ۾ اهو نظم جنهن هيٺ صوبا وفاق جي تابع هجن.

**وَفَدُ:** ذ (ع) ڪنهن خاص مقصد سان موڪليل جماعت.

**وقلَ:** ث. بڪ بڪ- بڪواس. اجايون ڳالهيون. ندم ڳالهائڻ- اوٿارو.

**وقلَڻُ:** م. پٽڪڻ- ڇپن ۾ ڳالهائڻ. پنهنجي منهن ڳالهائڻ. بڪڻ- بڪوات ڪرڻ. اجايون ڳالهيون ڪرڻ. ندم ڳالهائڻ- اُڦر ڪڻ.

**وَقارُ:** ذ (ع) سنجيدگي. بردباري. استقلال. شان شوڪت.

**وَقائع:** ذ (ع) خبرون- واقعات. حالات. لڙايون.

**وَقائع نگارُ، وقائع نويس:** ذ. اخبار نويس- نامه نگار.

**وَقتُ:** ذ (ع) عرصو. ايام- عهد- زمانو. موسم. وجه. ٽائو- ويلو. ساعت. وارو- نوبت. دفعو- پيرو.

**وَقتاً فَوقتاً:** ظ. وقت بوقت. هر وقت. ڪڏهن ڪڏهن.

**وَقتائتو:** ص. مهلائتو- پوري وقت تي.

**وقت بي وقت:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن. ڪُمهلو.

**وَقت ٽپائڻ:** ڏکيو سکيو وقت گذارڻ. جهڙي تهڙي مهل ڪرڻ. ٽڪل سان ڪم جي پورائي ڪرڻ.

**وقت پڄڻ:** موت جو وقت اچي وڃڻ.

**وقت جو يار:** ذ. مطلبي. خودغرض- زماني ساز.

**وَقت سر:** ظ. مهل تي- پوري ٽائيم تي. ضرورت مهل.

**وَقتي:** ص. عارضي- ٿوري وقت لاءِ- غير مستقبل.

**وَقعَت:** ث (ع) عزت- عظمت. ساک- اعتبار.

**وَقُفُ:** ذ (ع) خدا جي نالي ڏنل شيءِ. عام ڀلي جي لاءِ ڏنل چيز. ساهي-ٿورو دم.

**وقف ڪرڻ:** عــام ڀلي لاءِ ڇڏڻ. قرآن شريف پڙهڻ ۾ خاص جاين تي بيهڻ.

**وَقفو:** ذ (ع) ترسڻ- قيام- بيهڪ. مهلت. ٿوري دير لاءِ ساهي.

**وَقُوع:** ذ (ع) ظاهر ٿيڻ. اظهار. واقعي جو اظهار.

**وَقُوع پَذير:** ظاهر ٿيندڙ- ظهور ۾ ايندڙ.

**وَقُوف:** ذ (ع) واقفيت. خبر- ڄاڻ. عقل- شعور.

**وَڪُ:** ذ. ڇيڙهه. لڳلڳدار مادو. اٽي جو ڇيڙهه.

**وِڪار:** ذ (سن) بيماري- روڳ. پريشاني. نقص- عيب.

**وِڪاري:** ص. خراب ڪم ڪندڙ. بيمار- روڳي.

**وَڪالَتَ:** ث (ع) پنهنجو ڪم ٻئي جي حوالي ڪرڻ. ٻئي جي پاران ڳالهائڻ. وڪيل جو پيشو. ڪنهن مقدمي ۾ وڪيل هئڻ جي سَندَ.

**وَڪالت ڪرڻ:** ٻئي جي طرفان معاملي جي پيروي ڪرڻ.

**وڪالت نامو:** ذ. وڪيل هئڻ جي سندَ. اختياري. مختار نامو.

**وِڪامڻُ:** م. فروخت ٿيڻ. ملهه ٿيڻ. وڪرو ٿيڻ.

**وِڪائُلُ، وِڪَيلُ:** ص. وڪرو ٿيل- فروخت ٿيل. سؤدو ٿيل- ڏنل.

**وِڪائُو:** ص. وڪامڻ وارو- وڪجندڙ.

**وِڪٽوريا:** ث. (انگ) هڪ قسم جي گهوڙي گاڏي- بگي.

**وِڪجڻ:** م. وڪامڻ- وڪرو ٿيڻ. بيزار ٿيڻ.

**وِڪرُ:** ذ (ع: فڪر) ڳڻتي. انتظار- اوسيئڙو.

**وِڪر وِڃائڻ:** افعال وڃائڻ. واعدي خلافي ڪرڻ.

**وِڪرم:** ص (سن) بهادري- شجاعت- سورهيائي.

**وِڪرماجيت:** اسم خاص. هندستان جي هڪ آڳاٽي بادشاهه جو نالو، جنهن جي نالي پنيان سنبت سن شروع ٿئي ٿو.

**وِڪرو:** ذ. فروخت. وڪائل مال جي قيمت. سؤدو- واپار. نيڪال (مال جو).

**وَڪڙُ:** ذ. وَرُ- پيچُ. ڏنگ (رسي جو). موڙ. ڦيرو- چڪر.

**وڪڙ وجهڻ:** ڦيري واري ڳنڍ ڏيڻ. ڦاسائڻ لاءِ ڳنڍ ڏيڻ. پيچ پائڻ. ڦندي ۾ ڦاسائڻ.

**وڪڙڻ:** م. وچڙڻ- منجهڻ. وڪوڙڻ.

**وڪڙو:** ذ. ٿوري وقت لاءِ نهيل ڏنگو بند.

**وِڪنو:** ص. عاجز. هيٺو- بيوس. بيزار- ڪڪ. ڪهيل- ٿڪل. (ث. وِڪني).

**وِڪنائڻ:** م. وِڪرو ڪرائڻ. سؤدو ڪرائڻ.

**وِڪڻڻُ:** م. وڪرو ڪرڻ- ملهه تي ڏيڻ.

**وِڪڻڻ جوڳو:** ظ. جيڪو وڪرو ٿي سگهي- وڪري وارو.

**وَڪو:** ص. ڏنگو- ڦڏو- ونگو.

**وَڪوڙ:** ث. ويڙهجڻ ويڙهڻ واري حالت.

**وڪوڙ ۾ اچڻ:** گهيرو ٿيڻ- گهيري اچڻ- وڪوڙجڻ.

**وَڪوڙڻُ:** م. گهيرڻ- گهيرو ڪرڻ. محاصرو ڪرڻ. ڦاسائڻ. ويڙهڻ- ليپٽڻ. قابو جهلڻ. پڪڙڻ.

**وَڪونڻ:** م. ويڪ ڪڍڻ- عيب ڪڍڻ.

**وڪيٽ:** ذ (انگ) ڪرڪيٽ راند ۾ ڪوڙيو ويندڙ ڏڪر.

**وڪيٽ ڪيپر:** ذ (انگ) وڪيٽ پنيان بيٺل رانديگر. جيڪو بال جهلي.

**وَڪيلُ:** ذ (ع) اهو ماڻهو جنهن جي حوالي پنهنجو ڪم ڪجي. ٻئي جي پاران ڳالهائيندڙ. عيوضي. عام مختار. وڪالت جو امتحان پاس ڪيل (جيڪو مقدمن ۾ وڪالت ڪري).

**وڪيل ڪرڻ:** پنهنجي پاران قانوني طور مقدمي جي پيرويءَ لاءِ وڪيل مقرر ڪرڻ.

**وِڪيلَ، وِڪيو:** ص. وڪامي ويل- وڪرو ٿيل. (اسم خاص) ماڻهوءَ جو نالو.

**وِڪَ:** ث. هلڻ وقت ٻنهي پيرن جي وچ وارو مفاصلو- قدم.

**وِڪ پرڻ:** پلائي ڪرڻ. پير جهلو ٿيڻ.

**وِڪَ ڪڻڻ:** تڪڙو هلڻ. قدم ڪڻڻ. پير پرڻ.

**وِڪ وڌائڻ:** پير ڪڻڻ- تڪڙو هلڻ. تعلقات وڌائڻ.

**وِڪُ:** ذ (سن: وِش) زهر- وِهُه. (ص) ڪارو- تمام ڪارو.

**وِڪارَ:** ث. گدام- ڪوٺي. مال رکڻ جو ڀانڊو.

**وِڪارڻ:** م. تکو پنڌ ڪرڻ- تڪڙو هلڻ.

**وِڪَرُ:** ذ. سوداگريءَ جو سامان. هٽ جو سامان. سودو. ٻکي.

**وڪر وَندڻ:** حال احوال اورڻ.

**وڪر وِهائڻ:** وڻج واپار ڪرڻ. سودو ڪرڻ.

**وِڪَر:** ظ. جدا جدا- علحيدو- ڌار.

**وِڪَرڻُ:** م. ڇڙو ڇڙ ٿيڻ. پکڙجڻ- منتشر ٿيڻ. ٽڙڻ پکڙڻ.

**وِڪرو:** ذ. حصو- پتي- پاڱو. نيارو- وٽيرڪو.

**وِڪڙو:** ذ. ڇٽو- ڪليل. اجرو- صاف.

**وِڪڙي:** ث. هڪ وِڪ- هڪ قدم. ٿورو مفاصلو.

**وِڪَڻُ:** م. ڦلهورڻ- ڪوندڻ. سلجهائڻ (سٽ وغيره).

**وِڪو:** ذ. گوشت تي مٿان چڙهيل پڙدو- ڇيڇڙو.

**وکا پڌرا ٿيڻ:** ڳجهه ظاهر ٿيڻ. افعال ظاهر ٿيڻ- پول پڌرا ٿيڻ. راز فاش ٿيڻ.

**وِکيرڻ:** م. پکيڙڻ. ڇڙوڇڙ ڪرڻ. ڪنديرڻ.

**وِگ:** ث (انگ) هٽ راڏو وارن جي ٽوپي.

**وِگيانُ:** ذ (سن) علم- ڄاڻ. ڪنهن خاص مضمون جي پوري ڄاڻ. علميت.

**وَڳُ:** ذ. اُٺن جو گلو- اٺن جي قطار.

**وڳ کان ٽُٽڻ:** ولرکان وڇڙڻ. ماڻهن کان جدا ٿيڻ.

**وڳ وارڻ:** اُٺن جو گلو ڪاهڻ. قطار ڪاهڻ.

**وِڳرُ:** ذ. ڌڻ (مال جو). وڳ (اٺن جو). ولر (پکين جو). ٽولو. سٿ- جماعت. اولاد- ڪٽنب. ڪٽمر- عيال.

**وڳرُ:** ث. سٿ جو ڦورو.

**وِڳڙڻ:** م. ڪاوڙجڻ. چنبڙڻ- چڪ وجهڻ.

**وِڳڙو:** ذ. (رات جو) وقت. اونداهي. ڪُمهل- بيگاه وقت.

**وِڳندُ:** ذ. گهڻو گوڙ ڪندڙ. گهڻو هلندڙ.

**وِڳندُ:** ث (سن) بدبُو- بانس- ڌپ. (ص) بي افعالو- ميرو گندو. (اسم خاص) شاهه لطيف رحه جو هڪ مريد فقير.

**وِڳندِي:** ث. ڪم- مشغولي. مصروفيت. ڪم ڪار. پورهيو.

**وِڳڻُ:** م. هلڻ. هلندو وتڻ. رلڻ. هاڄ ڪرڻ. هَل ڪرڻ- جنگ جهيڙو ڪرڻ.

**وِڳُنو:** ذ (سن) بي ڳُڻو. نياڳو.

**وڳو:** ذ. ڪپڙا- ڪپڙن جو جوڙو. پوشاڪ.

**وڳو ڍڪائڻ:** ڪپڙا پهرائڻ. تحفي طور وڳو ڏيڻ. سروپا ڏيڻ.

**وڳا ويس:** ذ. لٽا ڪپڙا- پوشاڪون.

**وِڳوڙُ:** ذ. ڏقيڙ- ڦيناڙو. فساد. هل گوڙ- مانڌاڻ. موغجهارو. گڙٻڙ. بغاوت. هلچل. انڌ ڌنڌ.

**وِڳوڙِي:** ص. فسادي- وڳوڙ پيدا ڪندڙ.

**وِڳهه:** ذ. مصيبت- آفت. سبب. حقيقت.

**وِڳهه ڪوٽ:** اسم خاص. سومرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جو تختگاهه وارو شهر.

**وڳيسر:** ذ. واڳ ڌڻي- مهندار- سردار.

**وِڳهه:** ث. وڏي مصيبت. ماريندڙ مرض.

**وِڳهارڻ:** م. ٻگهارڻ- رڃائڻ.

**وِڳهرڻ:** م. پسرڻ- رڃڻ- ٻگهرڻ. جهڄڻ- جُهرڻ. ملول ٿيڻ.

**وِڳهي:** ظ. جي سبب- جي ڪري- جي ڪارڻ. جي اثر ڪري.

**وِڳرُ:** ذ. ڪٺ ڪيل ڏيگو وغيره (جنهن ۾ ايءا وَهُر جي سڳهه موجود هجي). ٿلهو متارو ڍور (سانُ. وَهڙو).

**وِڳرسگر:** ص. ٿلهو متارو. جوڌو- ڪوپو.

**وَل:** ث. اهو ٻوٽو جيڪو زمين تي پکڙي يا وڻ ۽ جاءِ تي چڙهي. لابارو ڪري هڪ هنڌ گڏ ڪري رکيل سنگ.

**وَل ڏيڻ:** لابارو ٿيل اَن کي پوک مان ڪٽي ٻار ۾ رکڻ.

**وَل سائڙڻ:** ايذائڻ- گهڻو اهنج رسائڻ.

**وَل وڃڻ:** برباد ٿيڻ. ڪُٽمر قبيلو دربدر ٿيڻ.

**وَل وَلڻ:** وجهڳولڻ- موقعا جاچڻ. بيان ڪرڻ.

**وَل ٻُوٽا:** ذ. گل ڦل- چٽ گُل (جيڪي ڪپڙي، ڪاغذ، ڪاٺ يا پٿر تي ٺاهجن).

**ولا:** ث. محبت- الفت. دوستي.

**ولات:** ث. ولايت. ڏيساور.

**ولادَت:** ث (ع) پيدائش- جنم- ڄم.

**وَلار:** ذ. والارڻ واري حالت- قبضو. والار.

**ولاڙ:** ث. ڳولا- جهنگ ۾ ڳولا لاءِ جهوٽ. ڇال- ٽپ.

**ولاڙڻُ:** م. ڊوڙڻ- ڊوڙون پائڻ. جهنگ ۾ ڊوڙون پائي جهوٽون ڏيڻ.

**وِلاسُ:** ث (سن) خوشي- موج. نازنخرو.

**وَلائت، ولايَت:** ث. (ع) مالڪي. حڪومت. بادشاهت- سلطنت. خدا تعاليٰ سان قربت. پرڏيهه- ڏيساور.

**ولائتي:** ص. ولايت وارو- ڏيساور جو.

**وَلڀ:** ذ (سن) پيارو- محبوب- پريمي.

**وَلجانُ:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**وَل ڇَل:** ذ. انداز- نمونا- رنگ. اٽڪل- حرفت.

**وَلَدُ:** ذ (ع) پٽ- پسر.

**وَلدالزنا:** ص. حرامي ٻار.

**وَلديَت:** ث (ع) پيءُ جو نالو. خاندان.

**وَل ڏاتُورو:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**وَلرُ:** ذ. ٽولو. ميڙ. وڳر. جانورن جو ميڙ. پکين جو جُهنڊ.

**ولڙڻ:** م. وڦلڻ.

**ولڙو:** ذ. وائڙو- پريشان- هڪو ٻڪو.

**ولڙو ڦلڙو ٿيڻ:** هوش حواس ختم ٿيڻ- عقل سالم نه رهڻ.

**ولَل:** ث. وڦلَ- ٻڪ ٻڪ.

**ولل ڪرڻ:** وڦلڻ. بيماريءَ ۾ ڳالهائڻ.

**وللڻُ:** م. واڙڻ- وڦلڻ- ٻڪ ڪرڻ. اجايو ڳالهائڻ.

وللو: ص.بي ڍنگو- بي ادب- بد فضيلتو.

وَلَڻُ: م.کوٽڻ.زمين اُٿلائڻ.ڳڏ ڪيڻ.زمين مان جهنگ ڪڍي پوک لائق بنائڻ.

وَلو: ذ.گُهمرو-ڦيرو.وڪڙ-موڙ.

وَلو پوڻ: پيٽ ۾ گهمرو پوڻ.

ولو ڏيڻ: گهمرو ڏيڻ- ڦيرو ڏيڻ.تلاش ڪرڻ.

وَلو وجهڻ: گهيرو وجهڻ.جهنگ ۾ ٻڪرين کي ٻُچڪارتي بيهارڻ.

وِلوڙ: ث.گهمرو.وڪڙ.سُورَ جي سُوٽ.ڪيرکي جهڳ.

وِلوڙڻُ: م.ڪيريا ڏهيءَ ۾ مانڌاڻي گهمائڻ- جهڳڻ.جهڳورڻ.

وِلوڙو: ذ.جهڳ (ڪيرکي)- وِلوڙ.پيٽ ۾ سُورَ جي سُوٽ- گُهمرو. مانڌاڻ-هنگامو.

وَلولو: ذ(ع) جوش.امنگ.شوق.اُتساهه.

وَلوله انگيز: ص.جوش پيدا ڪندڙ.

وَلولو ۽ وُوڪ: ذ.جوش ۽ جذبو.

ولولو: ذ.ولوڙو.زلزلو.

وَلهَ: ث.ٿڌ-ٿڌي هوا.گهمَ.

وَلهارُ: ذ.گاهه وارو ميدان.گاهه ۽ وڻڪاروراي جوءِ.چراگاهه- وِيُ.

وَلهاڳو: ذ.وٿيرڪو- ڇڙو- پري.

ولهائي: ث.اڻهوند- محتاجي- سُڃائي- مفلسي.

وَلهو: ذ.مڙس-گهوٽ-ڀتار.

وِلهو: ص.ٺلهو- سُڃو- سڪڻو. ڪنگال. ڇڙو ڇانڊ. نڌڻڪو. (ث.ولهي).

وَلهوٽُ: ذ.هيانءَ ۾ سُور جو وَٽ.پيٽ ۾ سُور جو وڪڙ.

وَلهوٽو: ذ.چوٽو (عورتن جو)- وانڪوڙو.

وَلي: ذ(ع) مالڪ- آقا.سرپرست.دوست.خدا جو خاص ٻانهو. درويش.عابد-زاهد.عارف.

وَلي الله: ذ.خدا جو پيارو ٻانهو.عابد.خدا وارو.

وَلي عَهد: ص.وقت جو حاڪم.بادشاهه جو جاءِ نشين.

وَلي نعمت: ص.پرورش ڪندڙ- سرپرست- مربي.

وليٽڻ: م.وڙهڻ- ته ڪرڻ- ليٽڻ.

وَليمو: ذ(ف) نڪاح کان پوءِ گهوٽ جي طرفان مانيءَ جي دعوت.

وِلين: ذ (انگ) ڊرامي وغيره ۾ ويڙهاڪ ۽ بد ڪردار شخص- "هيرو" جو ضد.

وَمرُ: ذ.درياءُ.سمنڊ- بحر.(ظرف) 'وومتان' جو مخفف.

وِماس: ث.ڳڻتي- جهوري.اونَ- اسيڙو.انديشو.

وِماسَجڻُ: م.ڳڻتيءَ ۾ پوڻ.افسوس ڪرڻ- ڏک ڪرڻ.هيٺو ٿيڻ. ڏکوئجڻ.حيران ٿيڻ.

وِماسي: ث.ساهي-آرام-داٻو.

وِمانَ: ث.ديوتائن جي سواريءَ لاءِ رٿ ياگاڏي.اڏام کٽولي.

وَمَل: ص(سن) پاڪ- صاف- اجرو- نرمل.

وَنُ: ذ(سن:ورن) رنگ- ورن.

وِناس: ذ(سن) زواليت- بربادي- تباهي.

وَناسپتي، وڻاسپتي: ص.وڻ ٽڻ ياگاهه ٻوٽا.بناسپتي.

وِنانُ: ذ. وڄت جو ساز. ڪوٻ. تارن وارو ساز (سرندو، ڪينرو وغيره).

وَناهه، وَنواهه: ذ.شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ ڪنوار کي سات ڏينهن تائين اڪيلو ٻڌي خلوت ۾ وهارين ۽ تيل ۽ اُبٽڻ جي مالش ڪن. ڪن هنڌن تي گهوٽ کي بہ ونواهه ۾ وهارين).

وَناهه ۾ ويهڻ: وناهه جي رسم ٿيڻ.گهرکان ٻاهر نہ نڪرڻ.

وَناهجڻ: م.وناهه ۾ ويهڻ.

وَناهيو، وَناهي: ص.وناهه ۾ ويٺل (مرد،عورت).

وِنجُو: ذ.هوا هڻڻ لاءِ دستي پکو- وِڃڻو.(ث.وِنجڻي).

ونجُو: ذ.واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار (سَل ڪڍڻ لاءِ).

ونجوڳ: ذ.وڇوڙو- جدائي.اٿبت.(ضد.سنجوڳ).

وَنجهه: ذ.ٽانگهي پاڻيءَ ۾ ٻيڙيءَ کي ڌڪڻ لاءِ ڊگهو بانس.بانس جي چڙ.ٻارين راند ۾ وچ وارو حصو.جنهن ۾ فقط راند جو اڳواڻ ڪاپائي سگهي.

وَنجهه ڏيڻ: ٻيڙي هلائڻ.ضد ڪرڻ.

وَنجهر: ذ.ڊانديءِ پکي ڦاسائڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ اڏيل رڃ.

وَنجهلي: ث.بانسري-بينَ.مُرلي.

وَنجهڻ: م.ونجهه هڻڻ- ٻيڙي هلائڻ.

وَنجهوٽي: ث.ٻارين يا درين راند.

وَنجهوڙهه: ذ."زنجبار" (آفريڪا) جو ملڪ (جتان "حبشي" غلام. ڪري آندا ويا هئا).گهاٽو جهنگ- گجگاهه ٻيلو.

وَنجهي: ث.واهي- ڪَسِي- نالي (واهه مان ٻنيءَ کي پاڻي ڏيڻ لاءِ).

وَندُ: ص (ف) صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ لفظ (جيئن صورت. وند.حُسن وند وغيره).

وندرَ، وندرُ: ث. مشغولي. پورهيو. راند روند. سير- تفريح- تماشو.وروند.

وندرُ: اسم خاص.لس ٻيلي جي هڪ نئن ۽ جبل جو نالو.

وندرُ ووڙنَ: (سسئي پنهون جي قصي جي حوالي سان) جبل جهاڳڻ- ڪشالا ڪڍڻ.

وندرائڻُ: م. دل خوش ڪرڻ. سير وغيره ڪرڻ. راند روند ڪرائڻ.پرڀائڻ.

وندرڻُ: م.راند روند ڪرڻ- تفريح ڪرڻ.مشغولي ۾ رهڻ.

وندر وِسو ٿيڻ: مصيبت ۾ ڦهڪجڻ- ڏاڍو پريشان ٿيڻ.

وِنڌَ: ث.موتي مٽيءَ ۾ سوراخ ڪرڻ جو ڪم.وري وري چوڻ- بَڪَ- وِڦل.

وِنڌ لائڻ: بَڪَبَڪَ ڪرڻ- وڦل ڪرڻ.

وِنڌجڻُ: م. سوراخ ٿيڻ (موتي، هيري، مٽيءَ ۾). وري وري ذڪر ٿيڻ.

وِنڌڻُ: م.سوراخ ڪرڻ (موتي يا ٻئي ڪنهن قيمتي ٻڙيءَ ۾).وري وري چوڻ- اجائي پچار ڪرڻ.بڪ بڪ ڪرڻ.

ونڊل: ث.اَن ٿن- چنڊ- هُرکر.

وَنڊ: ذ.مُلان مجاورکي خيرات طور مليل ماني- فقر.

وَنڊَ: ث.ورهاست- تقسيم.ورڇ.ڦوڙي.

وَنڊَ اُپت: ث. اهو انگ جيڪو ڪنهن انگ کي ونڊ ڪرڻ سان حاصل ٿئي.

وَنڊجڻُ: م.ورهاست ٿيڻ.ڀاڱا ٿيڻ- پتيون ٿيڻ.ونڊ ٿيڻ.

وَنڊڻ: م.ونڊ ڪرڻ.ورهائڻ.پتيون ڪرڻ.

وَنڊيِ: ث.اهو انگ جنهن تي ٻيو انگ ونڊ ٿي سگهي.

وَنڊ ورڇ: ذ.حصو پتي.ورهاڱو.

وَنڊي: ث.حصو- پتي- ڀاڱو.ورڇ ۾ آيل پتي.

وَنڊي وجهڻ: حصا ڪرڻ- پتيون ڪرڻ.

وَنڊيرُ: ص.ونڊيءَ ۾ ڀائيوار- پتيار.هڪ ذات جو نالو.

وَنڊيندڙ: ص.اهارقم جنهن سان ٻي رقم کي ونڊ ڪجي.

وَنس: ذ(سن.بنس) شجرو- پيڙهي- نسل.گهراڻو- خاندان.

وَنڪو: ص.بانڪو- بهادر- سورهيه.

وَنگَ: ث.محراب- دروازي جي مٿان اڏيل ڪمان.

وَنگُ: ذ.ڳئون يا مينهن کي ڏهڻ وقت پٺاڙيءَ وارين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جي رسي- ڍَنگ.کوهه جي تر ۾ رکيل ڪاٺ جو گول چڪ (جنهن تي کوهه جي پٽ ڪجندي).ٻار جي پاندي‌ءَ جي هڪ ڪني.دريءَ جو ٻورو- واهڙ.

ونگ وجهڻ: وڪڙ وجهڻ- قابو ڪرڻ.اٽڪل سان ڦاسائڻ.

ونگُ: ذ.ڏنگ- ڪُٻ.نقص- عيب- وڏ.

وَنگڙو: ص.ڏنگو- ڪُبو.چبو.ورو ڪڙوارو.(ث.ونگڙي).

وَنگارَ: ث.بيگار- بيگر.چيڙ- آبت.

ونگارَ وهڻ: همراهي ڪرڻ- مدد ڪرڻ.ڪم ۾ مدد ڪرڻ.

ونگارڻ: م.هوڪارڻ- للڪارڻ.ونگار ڪرڻ.

وَنگاري: ذ.چيڙ يا آبت لاءِ سڏيل ماتهو.

وَنگائي: ص.ونگن جو واپاري- ونگاو ڪٽندڙ.

ونگائي: ث.ڏنگ- ڏنگائي.ڦير.

وَنگڙو: ذ.ميوي چنڻ لاءِ ڪاٺيءَ ۾ لڳل انگڙو- ڪنڍو.

ونگڙو: ص.ونگو- ڏنگو.ورو ڪڙوارو.(ث.ونگڙي).

ونگڙي: ث.ٻار جي هرلي ۾ پاندي‌ءَ جي ڏنگي ڪاٺي يا ڦرهي.

ونگ ڪمانڊر: ذ(انگ) هوائي فوج جو هڪ عملدار.

وَنگڻُ: م.ونگ وجهڻ- رسي سان قابو ڪرڻ.وڪڙ واري ڳنڍ ڏيڻ. چوپائيءَ کي ڏهائي وقت ٽنگن ۾ ڍنگ وجهڻ.

وَنگو: ذ هڪ قسم جو اوپيڙ (ول ۾ ٿئي)- ربيڙ.

ونگو: ص.ڏنگو- ڦڏو.وريل- مڙيل.(ث.ونگي).

وَنگوڙي: ث.نٽ يا چرخي جو هڪ پرزو.

وَنگي: ث.بيل گاڏيءَ جي ڦيٿي جو باهريون گول حصو.

ونو: ذ.گهوٽ- بنو.مڙس.

وَنواهُ، وَنهُ: ذ.وَناه (شاديءَ جي هڪ رسم).

وَنئُنُ: ذ.کپهه جو ٻوٽو- ووڻ.

وَنئُناڻي: ث.ووڻن جي ٻوٽي جي ڪاني.

وَنئُون: امر.وڃ.ٻري ٿي.

وَنئُون وڃڻ: ڏور رهڻ- پري پڃڻ.ٽهڻ.

ونهيو: ص.سانو- ڍاول.خوشحال.سکيو- آسودو.تونگر.

وَني: ث.ڪنوار- ٻني.

وَڻُ: ذ.درخت- شجر.

وَڻ ٽڻ: ذ.وڻ ۽ ٻوٽا.ننڍڙن وڏن ٻوٽن وارو جهنگ.وتڪر.

وَڻ پَڪو: ذ.وڻ جو پڪل (ميوو)- شاخ.

وَڻ جهڻڻ: جلاوطن ٿيڻ.ٽڙ جي وڃڻ.

وَڻ چانو ڪرڻ: اجهو ڪرڻ.مڙس ڪرڻ.

وَڻ گهوڙو نه ٻڌڻ: آزارڻ- تپائي ڪڍڻ.ضبطي ڪان ٻاهر نڪري وڃڻ.

وَڻ وڃائڻ: لاجواب ڪرڻ.ڪرنمو ڪرڻ.

وَڻ وڃڻ: ڏاڍو نقصان رسڻ.

وَڻ ولها ڪرڻ: سڃ ڪرڻ.دربدر ڪرڻ.

وَڻ وَڻ جي ڪاٺي: مختلف قسمن جا ماتهو.جدا جدا ذاتيون.

وِناس: ذ(سن) جهڳڙو- تڪرار.خون خرابي.

وناند: ث.ڦيٽارو-ڏڦيڙ.اٽيٽت-ويرورود.

وَناءُ، وناهُ: ذ.نقصان-هاڃو.اٽيٽت.جوکو.جهيڙو.

وناءُ وجهڻ: جهيڙو وجهڻ.دشمني ڪرڻ.ڦڏو وجهڻ.رنڊڪ وجهڻ.

وَنائڻُ: م.پسند ڪرائڻ.چونڊڻ.

وَنَتَ: ث.پسندي-مرضي.خيال.چاهه.

وَنِجُ: ذ.تجارت-سوداگري.واپار.واپار جو مال-سودو.

ونج واپار: ذ.ڏنڌو ڌاڙي-تجارت-سوداگري.

وَنجارو: ذ.سوداگر-تجار.

ونج وهائڻ: خريد ڪرڻ-سودڻ.گهري ونڻ.

وَنجَڻُ: م.مال خريدڻ.ملهه ونڻ.ونج واپار ڪرڻ.

وَنراهَ: ث.ونڻ ٽڻ.گهڻن وڻن واري جوءِ.

وَنِسَ: ث.ويسر-ڀُل.گمراهي.

ونسجڻ: م.خراب ٿيڻ.ڪنو ٿيڻ.ڀلجڻ.

وَنڪَ: ث(سن:ونڪ)رنگ.نمونو-جنس.

وَنڪارَ: ث.وڻن واري جوءِ.وڻن جي ٿڏي ڇانوَ.ونراهه.

وَنند: ث.ڪارائيءَ جا ڏند سڌا ڪندڙ اوزار.

وَنندڙ: ص.پسند ايندڙ.ڀانءِ پوندڙ.دل کي وڻندڙ.

وَنندي: ث.پسندي.مرضي-رضا.خواهش.

وَنديءَ تي هُجڻ: مُکياري هجڻ.

وَنَڻُ: م.پسند اچڻ.ڀائڻ.مرضي ٿيڻ.دل کي لڳڻ.

وَني ڪائڻ: پاڻ ۾ ونڊي ورڇي ڪائڻ-نبيرو ڪرڻ.

وَنو: ذ.دوا طور استعمال ٿيندڙ هڪ قسم جو ٻج.

وِنو: ذ.گهاءُ-زخم.وين-طعنو.ٻارتو.

وِنو وجهڻ: گاريون ڏيڻ.زخم ڪرڻ.

وَنَ ويڙهي: ث.هڪ قسم جي ول (جيڪا وڻن تي چڙهي وڻن کي سُڪائي ڇڏيندي آهي)-بيباڙي.

وَنَ هُريو: ذ.نوريئڙو (جانور).

وَني: ث.ننڍن وڻن جو جهڳٽو.

وِنواندُ: ص.طعنا مهڻا ڏيندڙ.گلا خور.وچ ويڙهائو.بدزبان.جهيڙو اٿڪائيندڙ.خوار خراب.

وو: ندا.او-اڙي!(سڏڻ جو آواز).

وواد: ذ.(سن)بحث.بکواس.

ووانَ: ذ(سن)اُڏندڙ ڪٽولي-وِمانُ.

وواهُ: ذ(سن)وهانءُ-شادي.

ووتُ: ذ(انگ)راءِ.سياسي ۽ سماجي مسئلن ۾ راءِ جو اظهار.

ووتَر: ص.ووٽ ڏيندڙ-راءِ جو اظهار ڪندڙ.

وَورڻ: م.حال احوال اورڻ.وقت گذارڻ.

وَوڙ: ث.وڇايل شيءِ جي ڳولا-وڙول.

وَوڙَڻُ: م.ڳولا ڪرڻ.وڃايل شيءِ جي اوري پري ڳولا ڪرڻ.

وَولٽ: ذ(انگ)برقي قوت جو ماپو.

وَونُ: ذ.ڪپهه جو ٻوٽو-وَنئڻ.

وَوتانيُون: ث.فصل لهڻ بعد ووٽن جون سڪل ڪانيون.

ووءِ: ندا.هاءِ-گهوڙا-افسوس.اڙي-او.

ووءِ ووءِ: ث.هاءِ هاءِ!ڏک جي دانهن.

ووئڻ: م.رڙڻ-ٻاڪارڻ-ووءِ ووءِ ڪرڻ.

وويڪُ: ذ(سن)اندر وارو-ضمير-مَنُ.

وه: ندا(ف)واهه!شاباس!

وَهه وهه: ث.تعريف جا لفظ.واهه واهه!شاباس!

وَهُ: ث.چربي.گوشت جو سٿڀ.هڏي جي مِکُ.

وَهُ چاڙهڻ: ٿلهو ٿيڻ.لاغرض ٿيڻ.

وَهُ لهڻ: غريب ٿي وڃڻ.ضعيف ٿيڻ.

وَهُ: ذ.وهڪرو(پاڻيءَ جو).تيزي-تِکَ.جوش-اُمنگ.طاقت-زور.شوق-ڪاڏو-چِڪَ.درياءَ جي سيرَ-سمنڊ جي تِکَ.

وَهه ويچار: ذ.ڪنڪوت-ٻَڌتَر-تورتَڪ.

وِهُ: ذ(سن:وِش)زهر-وِک-سَم.تمام ڪڙي شيءِ.

وِهه پيئڻ: نقصان سهڻ.تڪليفون پوڳڻ.

وِهه سان وهائڻ: زهر ڏيئي مارڻ.طعنن سان تپائڻ.اعتراض ڪرڻ.

وِهه ماکي ڪرڻ: ڏک ڏولائو خوشيءَ سان سهڻ.

وِهُ وجهڻ: زهر وجهڻ.بنياد وجهڻ(جهيڙي جو).بُرائي ڪرڻ.

وِهه جي ڳنڍ: ص.فسادي-جهيڙو وجهائيندڙ.

وِهه ڳاڏئون: ذ.زهر مليل-زهري.

وَهابُ: ص(ع)گهڻو بخشيندڙ.خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

وَهابي: ص.مسلمانن ۾ هڪ فرقو.محمد بن عبدالوهاب نجدي جو پيروڪار.

وهائجڻ: م.زهر جو اثر ٿيڻ.

وِهائڻُ: م.وِهه ڏيڻ-زهر ڏيڻ.نهوڙڻ.بيهوش ڪرڻ.نشو ڏئي خمار ۾ آڻڻ.

وَهارُ: ذ.واهر ڪندڙ-واهرو.

وِهارُ: ذ(سن)ٻڌ ڌرم جي عبادتگاهه.

**وِهارڻُ:** م. هڪڙي هند قائم ڪرڻ- ڪوڙڻ. ڪپائڻ. سڪونت ڏيڻ. آرو ڪرائڻ. لڳائڻ (ڪم تي). ويهاري ڪارائڻ.

**وِهاري ڇڏڻ:** زوري وهارڻ. حوصلي مان ڪڍڻ. ڪيرائڻ (مقابلي ۾). سخت نقصان پهچائڻ. شڪست ڏيڻ. انتظار ڪرائڻ. بيڪار ڪرڻ.

**وِهارُو:** ص. واهر ڪندڙ- واهرو.

**وِهاڳُ:** ذ (سن) فراق- وڇوڙو. وڇوڙي جو غم. ويراڳ. هڪ راڳڻي جو نالو (جيڪا پرڀات جو ڳائي ويجي).

**وِهاڳڙو:** ذ. پرڀات وارو وقت. فراق- غم- وڇوڙو. پرڀات وارو راڳ.

**وِهامڻُ:** م. گذري وڃڻ (وقت، رات).

**وِهانءُ:** ذ (سن: وواه) شادي- پرڻو. عقد.

**وِهانءُ وَڏاڻُ:** ذ. شاديءَ جي مبارڪ.

**وِهائو:** ذ. سمهڻ وقت ڪنڌ يا مٿي هيٺان رکڻ جو تڪيو. سراڻو.

**وِهائو ڏيڻ:** بالمرتي ويهي رهڻ- بيپرواهه ٿيڻ.

**وِهائي:** ث. پرهه ڦٽي- پرڀات- فجر. ننڍڙو وهائو.

**وِهائڻُ:** م. پاڻي جاري ڪرڻ (بنيءَ وغيره ۾). وهٽ (ڪي هر، ڦار يا گاڏي گهاٽي ۾) هلائڻ. جوٽڻ (هرن ۾). ڳهائڻ (ڪم ۾). ذبح ڪرڻ (سِيرُ وهائڻ).

**وِهائي ڇڏڻ:** هلندڙ پاڻيءَ ۾ ڇڏڻ. جاري ڪرڻ- کولڻ (پاڻي). سستي شيءِ مهانگي اگهه ۾ ڏيڻ. دوکو ڏيڻ- ٺڳڻ.

**وِهائڻ:** م. گذارڻ. لنگهائڻ. گذارڻ (رات). وقت پورو ڪرڻ. مله ونڻ- خريدڻ- سودڻ- ونجڻ.

**وِهائُو:** ص. خريدار. سوداگر. (ذ) صبح وارو تارو "وهائو تارو"- عطارد.

**وِهائي:** ث. اوڌر تي ورتل اَنُ. ڪٽ- اوڌر. هڪڙي ويلي جو اَنُ. رزق.

**وِهائي اڳه پڄڻ:** تيل ڪم واسطي جاچ ڪرڻ.

**وِهائي پَلئه پائڻ:** غريب هجڻ- مسڪين هجڻ.

**وَهَبُ:** ذ (ع) بخشش- عطا. سَخا.

**وَهبي:** ص. خدا جو ڏنل يا عطا ڪيل (علم، ذات).

**وَهٽُ:** ذ. سواري يا بار پريءَ ۾ ڪم ايندڙ جانور (گهوڙو، گڏه، ڍڳو). ڍور- چوپايو جانور.

**وَهٽ وانو:** ذ. ڍور ڍڳو. گهوڙو اٺ.

**وِهٽَ:** ث. ڪچ- ماپ (ڪپڙي جي). تورتڪ ڪرڻ. ڳن ڳوت ڪرڻ. رٿ ڪرڻ.

**وِهٽڻُ:** م. ڪچ ڪرڻ- ماپ ڪرڻ (ڪپڙا). وڍڻ- ڪترڻ (ڪپڙو ماپ مطابق).

**وَهٽي:** ذ. وَهٽن مان جانئدڙ- مال وارو.

**وِهپ:** ذ (انگ) پارليامينٽ ۾ ڪنهن جماعت جو خاص عهديدار، جيڪو پارٽي ميمبرن سان لهه وچڙ ۾ هجي.

**وِهجائڻُ:** م. وينجهارڻ- ويچارڻ. معنيٰ پروڙڻ- مطلب ڪڍڻ (ڳجهارت جو). منجهيل مسئلي جو حل ڪڍڻ- سلجهائڻ.

**وَهَر:** ث. واهر- مدد.

**وَهُر:** ث. چؤپائي (ڳئون، مينهن وغيره) ۾ ڦرجڻ جي چِڪَ.

**وَهُر ڪٽڻ:** لَڳَ جو خيال ٿيڻ- شهوت ٿيڻ.

**وَهُرون ڪرڻ:** زور ڪرڻ. زور سان ويهڻ. مٿان هڻڻ.

**وَهَرَ:** ث. سارين جي ٻج جو رونبو- وهراج.

**وَهراجُ:** ذ. وهر- رونبو.

**وَهَرجڻ:** م. چؤپائيءَ ۾ لڳ جي سَڌ ٿيڻ. ڦرجڻ جي چِڪَ ٿيڻ.

**وِهَرڻُ:** م. سارين جي ٻج جو رونبو ڪرڻ.

**وَهُرڻُ:** م. ڏمرجڻ- ڪاوڙجڻ.

**وهرو:** ذ. ساهي- آرام. تڪڙو- جلد.

**وَهَڙو، وَهُڙو:** ذ. ننڍي عمر جو ڏاند- جُوان ڳابو. (ص) سترو تر- تلهو متارو. (وهڙي).

**وَهڙو ٿيڻ:** جوان ٿيڻ. ٿلهو ٿيڻ.

**وِهسَڻُ:** م. کلڻ- مشڪڻ. خوش ٿيڻ- سَرهو ٿيڻ. آرام حاصل ڪرڻ- سُک پسڻ. مزو وٺڻ.

**وَهڪَ:** ث. پاڻيءَ جو وهڪرو. تک- تيزي (پاڻيءَ جي).

**وَهَڪَ:** ث. ويهڻ جو عمل- ويهڪ. بيٺڪ- وهٽي.

**وَهڪ جي جاءِ:** ذ. ٻِندڻ- مقعد.

**وَهُڪرو:** ذ. پاڻيءَ جو وَهُه. پاڻيءَ جي رفتار- رواني.

**وهڪَڻُ:** م. چؤپائيءَ جو ڪير سُڪائي وڃڻ- وهڪي وڃڻ.

**وهڪيل:** ص. اُها ڍڳي يا مينهن جنهن جو ڪير گهٽجي ويجي.

**وِهلَڻُ:** م. ويڪرو ٿيڻ. ٻڪرجڻ. وڌڻ (جسم). ٿلهو متارو ٿيڻ.

**وَهلو:** ظ. جلد- ترت- تڪڙو- سِتّت. (ث. وَهلي).

**وَهلو وَرڻ:** ترت پڄڻ- يڪدم مدد ڪرڻ.

**وَهلُور:** ص. ويڳاڻو- آزردو. اُداس. بيزار. هٿ ڇُهڻ کان پري.

**وَهلُور وڃڻ:** وَنئُون وڃڻ. پري ٿيڻ. ورچڻ. چڙ ۽ بيزاريءَ مان پاسو ڪرڻ.

**وَهَمُ:** ذ (ع) گمان- شڪ. ڊپ- خوف. انديشو.

**وَهم لڳڻ:** انديشو ٿيڻ. بڪ لڳڻ.

**وَهم لهڻ:** وسوسا ختم ٿيڻ- انديشا ڏور ٿيڻ.

وَهمي: ص.ڀرمي.خيالي.وسوسيو.
وهنجارڻُ: م.غسل ڪرائڻ-غسل ڏيڻ-تڙ ڪرائڻ.
وَهنجڻُ: م.تڙ ڪرڻ.غسل ڪرڻ.مٿو يا لڱ ڌوئڻ.
وَهندڙ: ص.هلندڙ-روان-جاري.
وهندڙ پاڻي: ذ.هلندڙ وقت-چالو زمانو.وقت جي رفتار.هلي چلي.
وَهنوارُ: ذ.ڏيتي ليتي.ڏنو ورتو.هلت چلت.هڪٻئي کي ڏيئي وٺي بيباق ڪيل حساب.برابر (حساب ڪتاب ۾).
وهنوار ڪرڻ: سؤدي جي ڏيتي ليتي ڪرڻ.حساب ڪتاب چڪتو ڪرڻ-لٿ پٿ ٿيڻ.سؤدو ڪرڻ.
وهنواري: ث.ڏيتي ءَليتي ءَ۾.عام طرح سڌو ماٺهو.
وَهنواري وَهنوار: ليکي چوکي ۾ برابر-ڏيتي ليتي ءَ۾ صاف.
وَهَڻُ: م.جاري ٿيڻ (پاڻي،رستو).روان ٿيڻ (اوزار،هٿيار).ڳھڻ-پورهيو ڪرڻ.لنگھڻ-گذرڻ.لڳڻ (هوا).
وَهي اچڻ: هلي اچڻ-لنگھي اچڻ.
وَهي واٽ: ث.عام رستو.
وَهي ويل ڪرڻ: مدد ڪرڻ.ناتو نڀائڻ.
وَهَڻُ: ذ.واهڻ-ڳوٺ.
وَهَڻ ولوڙڻ: گھڻا ڪشالا ڪڍڻ.
وَهَٽائي: ص.ڳوٺاڻو-دهقاني-واهٽي.
وَهَٽائي: اسم خاص بدين ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.
وهڻُ: م.ويهڻ.ويهي رهڻ-ترسڻ-ٽڪڻ.
وهٽي: ث.ويهڻ جو نمونو-ويهڪ.
وهو: ث.زال-گھرواري.عورت.
وَهو: ص.وهندڙ (وهٽ)-سکيل.
وَهو ڪرڻ: ڪنهن وهٽ کي ڪم ۾ وهائڻ کان اڳ ڪيڙ ڏيڻ-سيکارڻ.
وَهولَ: ث.دهل جي هڪ وجت.دهل جي وجت تي ناچ جو تارُ.
وَهول ڳائڻ: بيڪار ويهڻ-نڪمو ٿيڻ.
وَهي: ث.عمر-چمار.دڪاندار جي ليکي چوکي جو ڪتاب.
وَهي جاچڻ: ليکي چوکي ڏسڻ لاءِ بندي اٿلائڻ.
وَهي چڙهڻ: وڏي عمر ٿيڻ.جواني ءَ کان هٽڻ.
وَهي وڃائڻ: پوڙهو ٿيڻ.عمرا جائي گذارڻ.
وَهيل: ث.مڇي ءَ جو هڪ قسم.
وَهينو: ص.وس وارو-بااختيار.(ث.وهيني).

وَهيو: ذ.ٻکي ءَ جو هڪ قسم (جيڪو سرءُ جي موسم ۾ سنڌ ۾ لهي).
وَبراجُ، وَبراجُ: ذ.زمين ۾ هٿ سان ٻيجو هڻڻ (خاص ڪري ساريون،بصر،بڪر وغيره).سارين جو رونبو.
وِيَڙا: ظ.ويا-رواناٿيا.
وَيَرتَ: ذ(سن) اجايو-بيفائدو-بيسود.
وَيَش: ذ(سن) واپاري طبقو.
وَيَشا: ث(سن) بدپيشي عورت-رنڊي-ڪسبياڻي.
وَيَشاليه: ذ.چڪلو.لال بازار.
وياٽو: ذ.عورت جو ويم جي علالت وارو وقت.
وياجُ: ذ.سُود-وٽو.نفعو (قرض تي).اوڌر تي ڪنيل مال جو وياج.
وياج خورُ: ص.وياج تي قرض ڏيندڙ-سُود خور.
وياجي: ث.وياج وٺندڙ-وياج خور.
وياچڻُ: م.واچڻ-مطالعو ڪرڻ.پڙهائڻ-اورڻ.
وياڪرڻُ: ذ(سن) صرف نحو جو علم-گرامر.
وياڪُل: ص(سن) حيران-پريشان.بيچين-بيقرار.گھبرايل.
وياڪُلتا: ث.رولو-مونجھارو.پريشاني.
وياکيانُ: ذ(سن) تقرير-ليڪچر.وعظ.
ويامڻُ: م.ويم ٿيڻ-ڄڻڻ-ٻچو ڏيڻ.
وياءُ: ذ.اولاد-ٻڄ-نسل.ڪُڙم-ڪٽنب-آڪم.
ويتر: ظ.اجايا-گھڻو-وڌيڪ-زياده.
ويترو، وترو: ذ.وڌ.افضل.
ويٽ: ث.زيان-ضايع (هاروٽ=هارڻ ءُ ضايع ڪرڻ).
ويٽڻ: م.ضايع ڪرڻ.چڙوچڙ ڪرڻ.چٽڻ.
ويٽو: ذ(انگ) گولائي ءَ۾ ويڙهيل ويڙهو.
ويٽو پاور: ذ(انگ) ڪنهن فيصلي بابت (نامنظور ڪرڻ لاءِ) خاص اختيار (جيڪي حتمي هجن).
ويٽو ڪرڻ: ٿيل فيصلو نامنظور ڪرڻ (اختيار هئڻ سبب).
ويٺلُ: ص.ويهي رهيل.ڪريل.جھڪيل (زمين،پٽ،وغيره)
ويٺو: ص.ويٺل.ويهي رهيو.
ويٺو رهڻ: گھڻي ءَ دير تائين ويهڻ.انتظار ڪرڻ.واندو هجڻ.بيروزگار رهڻ.
ويٺي ويٺي: ظ.اوچتو-فوراً-يڪدم.
وي پي: ث(انگ) ٽپال گھر مان رقم ادا ڪري وصول ڪيو ويندڙ مال.

**ويجُ:** ذ(سن.ويد) طبيب- علاج ڪندڙ.

**ويجاتو:** ص.طبيباتو-طبي.

**ويجئون وجڻ:** طبيبن جو بيوس ٿي لاچار ٿيڻ.

**وِيجَھ:** ث.واڌ.برڪت.گھڻائي.اولاد ۾ واڌارو.

**ويجهائِي:** ث.اوڏڙائي.عزازت.

**وَيجهَڙِ:** ث.ويجهائي-اوڏڙائي.قرابت.

**ويجهو:** ظ.نزديڪ-قريب.(ث.ويجهي).

**ويجهو نہ وجڻ:** ڪوڪم صفا ڇڏي ڏيڻ.

**ويجهي ڇَڪَ:** ث.آسپاس.اوڏڙائي.

**وِيچارُ:** ذ(سن) عقل يا سوچ جو استعمال.سوچ.خيال.ڌيان.غور-فڪر.ڳڻتي.انديشو-شڪ.اندازو-اٽڪل.

**ويچارا:** ذ.شڪل نہ ھي نقل ڪرڻ.

**ويچارا ڏيڻ:** اھڙ ڪرڻ- نقل ڪرڻ.چِڀرا ڏيڻ.

**وِيچارَڻُ:** م.سوچڻ- غور ڪرڻ.سمجهڻ.دور انديشي ڪرڻ.غور فڪر ڪرڻ.سوچ ويچار ڪرڻ.

**ويچارو:** ص(ف: بي چاره) بي وسيلو- بيواهو.محتاج- مفلس.لاچار-بيوس.ٻالوڀولو.

**وِيچارِي:** ص.ويچار ڪندڙ- عاقبت انديش.

**ويچاندَر:** ذ.وٿي-ويڇو-سَنڌو.فرق- تفاوت.

**وِيچُوئو:** ص.وچ وارو- ٽيا ڪڙ.امين- ثالث.دلال.قاصد.سڱاوتي ڪرائيندڙ.

**وِيڇو:** ذ.وٿي-ڏوري.سَنڌو.ڏکڻي- واند ڪاٽي.

**ويچا وجهڻ:** ٻن کي ويڙهائڻ (اُبتو سُبتيون ڳالهيون ڪري). اجايو بحث ڪرڻ.

**ويچا وسارڻ:** دل مان ڪٽر ڪيڻ- سَنڌا ختم ڪرڻ.

**وَيدَ:** ذ(سن) هندن جا چار ڌرمي ڪتاب (رگ ويد.سام ويد.يجر ويد.اٿروويد).

**وَيدَ:** ذ(سن) طبيب- علاج ڪندڙ- ويج.

**ويدانتَ:** ث(سن) هندومت ۾ الک جي ايڪائي ۽ ان سان لَئُون لائڻ جو فلسفو.

**وِيدانتِي:** ص.ويدانت جو پوئلڳ.ويدانت وارو.

**ويدَڪ:** ذ.علم طب- حڪمت- ڊاڪٽري.

**ويڏ:** ث.زخم-گهاءَ.

**ويڏن:** ث.تڪليف.آزار- پيڙا.بيماري- روڳ- مرض.مصيبت.ظلم-قهر.

**وِيڏڻ:** م.تنگ ڪرڻ- سلڻ- ونڌڻ.

**وِيڏِي:** ذ.هندن جي نڪاح جا ٻول.

**وِيرَ:** ث(سن: ويلا) وقت- مهل.دير- تاخير.وارو- دفعو- ڦيرو.

**ويران وِيرَ:** ظ.جيئن پوءِ تيئن (وڌ).

**ويروتار:** ث.سدائين- هميشہ- هردم.

**وِيرُ:** ذ(سن) دشمني- عداوت.بدلو.بغض- حسد.

**وير جي واٽ وَهڻ:** دشمني هلندي اچڻ.

**وير وهائڻ:** دشمني ڌارڻ.ڪينو رکڻ.

**وير وَٺُو:** ص.بدلو وٺندڙ.انتقام وٺندڙ.

**وِيرِي:** ص.دشمن- مَٺگهرو.(ويرياڻي).

**وِيرَ:** ث.چنڊ جي ڪشش سبب سمنڊ ۾ پاڻيءَ جو چاڙهه (جيڪو هر روز ٿئي، پر چنڊ جي چوڏهين ۽ اناويهين رات تي وڏي وير چڙهي).اٿل.وڏي اٿل.

**وِيرُ:** ذ(سن) دلير- سورهيہ- بهادر- سورمو.همزاد- جِنُ (جيڪو ٻئي کي نقصان پهچائڻ لاءِ جادوگر جي قبضي ۾ هجي).

**وَيراڳُ:** ذ.ڏهڳ.وڇوڙو- جدائي.ترڪ (آسائش.آرام وغيره).دنيوي خواهش کان بي تعلقي.لاڳاپا لاهڻ.نفرت- ڪراهت.جوڳ.

**ويراڳ وٺڻ:** دنيا کي ترڪ ڪرڻ.نفساني خواهشون ڇڏڻ.گوشي نشيني اختيار ڪرڻ.

**ويراڳِڻ:** ث.لوھ يا ڪاٺي مان ٺهيل ننڍڙو صليب، جنهن تي جوڳي ٻانهون رکي ٽيڪ ڏين.اُها ڪاٺيءَ جي ٽيڪ جيڪا ويراڳي ڌيان پچائڻ وقت پيشاني هيٺان ڏين.

**ويراڳِي:** ص.ويراڳ ورتل.وڇوڙي جو ماريل.دنيا کي ترڪ ڪيل- تارڪ.تپسي- جوڳي.هندو ساڌو فقيرن جو هڪ فرقو.

**وَيرانُ، وِيرانُ:** ص(ف) اُجڙيل- برباد.سُڃَ.

**ويران ڪرڻ:** تباھ ڪرڻ- برباد ڪرڻ.اُجاڙڻ.

**ويرانو:** ذ.غيرآبادهنڌ- سُڃَ.

**ويرانِي:** ث.بربادي- تباهي.سُڃ.

**وِيرتا:** ث(سن) بهادري- سورهيائي- شجاعت.

**وِيرج:** ث.مَني-ڌات-نطفو-وِيريہ.

**وِيرَمَ:** ث.وقت- مهل- ويلَ.ٿورو وقت.دير.

**وِيرمَ نہ ٿيڻ:** دير نہ لڳڻ.يڪدم-ٽرت.

**وِيرَمُٺِ:** ث.ٻئي کي جادو ذريعي مارڻ جو هڪ داءُ.

**ويروتار، وِيرئون تار:** ظ.مٿي کان بہ مٿي (پاڻي)- سامونڊي وير جي چاڙهه کان بہ گهڻو (پاڻي).مڪنا تار.تمام گهڻو- بي انداز.

**ويرو:** ذ.ويرَ- دير- مهل.وقت-ٽائيم.

**وِيري:** پاتيءَ جي ننڍڙي ڪڏڙي.

**وِيريه:** ث (سن) نطفو - مَني - ذات.

**ويڙانگ:** ذ. بُرو - خراب - پوائتو. وِتواند.

**ويڙهَ:** ث. لڙائي - جنگ. جهيڙو. تڪرار.

**ويڙهاڪُ:** ص. وڙهندڙ. سورهيه - جنگجو. جهيڙائي.

**ويڙهاند:** ث. جنگ - لڙائي.

**ويڙهُ:** ذ. جهنگ - گهاٽو جهنگ. گهاٽن وڻن واري جُوءِ. هڪ قسم جي مُندي (ويڙهه مُندي).

**ويڙهيچو:** ص. جهنگ جو رهاڪو - جهانگي. ساڳيءِ ويڙهي ۾ رهندڙ.

**ويڙهائڻُ:** لڙائڻ - لڙائي ڪرائڻ. جهيڙو ڪرائڻ.

**ويڙهه سيڙهه:** ث. تڙتڪڙ. مختصر نموني.

**ويڙهڻ:** م. لپيٽڻ - وڪوڙڻ. سميٽڻ (سامان سڙو).

**ويڙهو:** ذ. چوڌاري لوڙهي ۾ آيل گهرن جو مجموعو (جن ۾ فقط ويجها مٽ مائٽ رهن). هڪڙي ڪٽنب يا خاندان جو پاڙو. لوڙهي سان بند ٿيل ڪاڪوس. سٽ وغيره جو ڍيرو.

**ويڙهي تي ويهڻ:** ڪاڪوس لاءِ وڃڻ.

**ويڙهو ڪري ويهڻ:** گڏ ٿي ويهڻ - ڳوٺ ٻڌڻ. ويهي ڪچهري ڪرڻ.

**ويڙهو ويڪرو ٿيڻ:** جَهل پَل نه هئڻ - آزادي ملڻ.

**ويڙهُو:** ص. وڙهندڙ - لڙاڪو. جهيڙوا ڪار.

**ويڙهي:** ث. سٽ. ڏاس. واڻ وغيره جي ڍيري.

**ويڙهي جَهپ:** اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو (شاه جي رسالي ۾ ذڪر ٿيل).

**ويزا:** ذ (انگ) پرڏيهي ملڪ وڃڻ جو اجازتنامو.

**ويسُ:** ذ. پوشاڪ - لباس. وڳو.

**ويس وڳا:** سبيل ڪپڙن جا جوڙا - پوشاڪون.

**ويس بدلڻ:** رڱو مٽائڻ - ڪپڙا بدلائڻ. شڪل مٽائڻ - رُوپ بدلائڻ. بهروپ ڪرڻ.

**ويس ڌاري:** ص. روپ بدلايل. سانگ ڪندڙ - ادا ڪار - ائڪٽر.

**ويسارو:** ذ. ويسر - نسيان. ڀُل. وسري وڃڻ جي بيماري. (ص) وساري ڇڏيندڙ. ويسر ڪاڏو - جنهن کي ويسر جي بيماري هجي. بيپرواه.

**ويساسُ:** ذ. ويساه - اعتبار - يقين.

**ويساکُ:** ذ. سنبت سنه جو ٻيو مهينو.

**ويساکي:** ث. ويساک مهيني ۾ هندن جو هڪ وڏو ڏڻ.

**ويساند:** ث. ساهي - ويساهي. آرام. ڊاهو. فرصت.

**ويساڻ:** ذ. ڄر ڪي مثل سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ويساهُ:** ذ. اعتبار - يقين - ڀروسو. عقيدو - ايمان.

**ويساه گهاتي:** ث. واعدو ڪري ڦري ويندڙ. دولاب - ترڪٽ. بي ايماني - ٺڳي - ڪپت.

**ويساه آڙائڻ:** نفعي جي اميد تي نقصان ڀرائڻ.

**ويساه وڃائڻ:** ڪاريٽ پڇڻ. واعدي خلافي ڪري پاڻ کي ڏڏو ڪرڻ. دغابازي ڪرڻ. ويساه گهاتي ڪرڻ.

**ويساه وسهڻ:** اعتبار ڪرڻ - يقين ڪرڻ.

**ويساهي وڙهڻ:** آسرو ڏيئي دغا ڪرڻ.

**ويساهُو:** ص. ويساهوارو - اعتبار جوڳو - سچيتو.

**ويساهي، ويساهين:** ث. ٿوري دير لاءِ ساهي. فرصت - واند ڪائي. آرام - فرحت.

**ويسائون:** ذ. پاڃاريءَ کي هُر لي سان ڳنڍيندڙ ڪاٺ جو ٽُڪر.

**ويسَرَ:** ث. ڀُل - چُڪ - غلطي. غفلت. نسيان.

**ويسَر:** ذ. هڪ قسم جو دريائي جانور. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

**ويسرو:** ويسر وارو - ويسارو - غافل. (ويسري).

**ويسلو:** ص. بيخبر. غافل. ويسارو. ٻُهلو. (ث. ويسلي).

**ويسوو:** ذ. زمين جي ماپ جو هڪ اندازو (جريب ۾ ويه ويسوا ٿين) - گهنٽو.

**ويسهُ:** ذ. ويساه - اعتبار - ڀروسو.

**ويسي:** ث. هڪ ويلي جي کاڌي جو اجورو يا خرچ.

**ويسي خور:** ص. ڪنجوس. ويسي نه ڏيندڙ.

**ويسون ڳڻڻ:** ويلي تي کاڌي جو حساب لڳائڻ. ڪنجوسائي ڪرڻ.

**ويشنو:** ص. هندن جو هڪ فرقو (جيڪو "گوشت" ڪونه کائي).

**ويڪُ:** ص. ويڪر - ٻَرُ. پکيڙ - ڪشادگي.

**ويڪُ:** ث. عيب. خامي - اُوڻائي. عيب جُوئي.

**ويڪ ڪڍڻ:** عيب اُگهاڙڻ. غلطي ظاهر ڪرڻ.

**ويڪارو:** ذ. عيبدار - وڏوارو.

**ويڪائُو:** ص. وڪڻڻ جو - وِڪَو.

**ويڪَرَ:** ث. عرض - ٻَرُ. ڪشادگي. وسعت.

**ويڪرائي:** ث. ٻَر. ڪشادگي. خلاصگائي.

**ويڪرائي ڦاڪَ:** ث. ڌرتيءَ جي چوڌاري ويڪر ۾ ڦري ايندڙ خيالي ليڪ.

**ويڪرائي گهيرا:** ذ. خط استوا سان ساڳيءَ وڇوٽيءَ تي قطبن

ڏانهن ويندڙ خيالي ليڪا.

**ويڪرو:** ص.مو ڪرو- خلاصو- ڪشادو.(ث.ويڪري).

**ويڪرو ٿي ويهڻ:** آزاديءَ سان ۽ خوش ٿي ويهڻ.

**ويڪري ڪُنڊ:** ث.جاميٽريءَ ۾ نوي (90) درجن کان وڏي ڪُنڊ.

**ويڪُو:** ص.وڪڻ لاءِ- وِڪري جو.

**ويڪسين:** ث(انگ) بيمارين کان محفوظ رکندڙ ٽڪو.

**ويڪڻ:** م.ڏسڻ- پسڻ.

**ويگن:** ذ(انگ) مال گاڏيءَ جو ڏبو.نندي مسافر گاڏي- وين.

**ويڳ:** ذ.زهر جو اثر.خمار.مٿي ۾ گهومات.

**ويڳاڻو:** ص.بيگانو- نڌتڪو.اڪيلو.اُداس- ڏکويل.ڪومايل.(ث.ويڳاڻي).

**ويگرُ:** ذ.مرچ مصالحو (ٻوڙ ۾ وجهڻ لاءِ).وگر.

**ويڳو:** ص.بيءَ ماءُ مان ٿيل (پاءُ)- مائيٽو.ڏاريو.'سڳو' جو ضد.

**ويڳو:** ذ.بي شيءِ- بدليل شيءِ.عيوض- بدل.

**ويڳيو:** ص.پرڏيهي- غير ملڪي.ويڳاڻو.

**وَيلُ:** ذ(ع) مصيبت- تڪليف.عذاب.آزار.قهر- ظلم.ناحق- ڏاڍ.

**وَيل وهائڻ:** ظلم ڪرڻ.ڏاڍ اڏڪ ڏيڻ.

**ويلَ:** ث(سن:ويلا) وقت- مهل- ٽاڻو.موقعو- وَجهه.

**ويلَ ڪرڻ:** مهل ڪرڻ- مدد ڪرڻ.ڏکئي وقت ۾ پر جهلو ٿيڻ.

**ويلَ وڃائڻ:** موقعو وڃائڻ- وجهه گسائڻ.

**ويلُ:** ذ.ويڪر.ٻَرَ.ويڪرائي.

**وِيلُ:** ص.گذريل- اڳيون.چٽ- تباهه.هيٺو.بيڪار.ردي- خراب.غريب.گم ٿيل.ڪريل- گهٽ.

**ويلُ:** ذ(انگ) ڦيٿو- چڪرو- وهيل.

**ويل ڦرڻ:** ڦيٿو ڦرڻ.گاڏو هلڻ.

**ويلڙو:** ذ.پيٽ ۾ وٽ پوڻ ۽ الٽيءَ وغيره جي بيماري.

**ويلڪم:** ذ(انگ) مرحبا- خوش آمديد- آجيان ڪرڻ.

**ويلَڻ:** ث.پير جي زخم سبب ڇڏن ۾ ٿيل ڳوڙهي.

**ويلَڻُ:** ذ.ڪانيءَ جو گول اوزار (جنهن سان ماني ناهجي).ارٽيءَ جو رُول.

**ويلو:** ذ.(سن) وقت- مهل- ٽاڻو.هڪ وقت جي ماني.موقعو.

**ويلا ٽارڻ:** وقت ٽپائڻ.

**ويلا ڪڍڻ:** بکون ڪاٽڻ- فاقا ڪڍڻ.

**ويلو پوڻ:** وقت پوڻ.هڪ وقت کاڌو نه ملڻ.

**ويلو ڪرڻ:** فوتيءَ جي گهروارن جي هڪڙي وقت جي ماني ڪرڻ.

**ويلو وڃهڻ:** بکن ۾ مارڻ.گهڻو وقت بپري رهڻ.

**ويلو:** ذ.وَٽ- مروڙو.پيٽ ۾ سُورڪان و ڪڙپوڻ جي بيماري.

**ويلو ڪرڻ:** هڙپ ڪرڻ- ڳڙڪائڻ- هضم ڪرڻ.

**ويمو:** ذ(ف) نيڪو.ضمانت.ذميواري (هڪ هنڌان مال ڪٿي ٻئي هنڌ پهچائڻ جي)- جوکم.انشورنس.

**وَينتي:** ث.جُهڪڻ- جُهڪي سلام ڪرڻ.عاجزي- انڪساري- منٿ.عرض- التجا.

**وينجُهه:** ث.ٽُنگ- سوراخ.

**وينجهارُ:** ذ.موتين کي ونڊڻ جو ڪم ڪندڙ- حَڪاڪ.مٺڪن ۾ ڪچ مان ٻُڙا ناهيندڙ.ڳهن تي ٽِڪون چاڙهيندڙ.ڏاهو- هوشيار- سياڻو.

**وينجَهرُ:** ذ.وينجهار.هڪ ذات جو نالو.

**ويندو، وينديو:** ذ.هڪ قسم جو ڳهه- نٿ.نندي نٿ.هڪ قسم جي مُندي.ونگي پيچ وارو ڪٽو.

**وينس:** ذ.هڪ آسماني گرهه.

**وينگسَ:** ث.قداور زال.وڏن گهاٽن وارن واري سهڻي عورت.

**وينَ:** ذ.طعنو- مهڻو- اويالو.پٽ پاراتو.

**وينَ وجهڻ:** پٽ پاراتا ڏيڻ.طعنا مهڻا ڏيڻ.

**وينو:** ذ.ٻيڙيءَ جو سکان.

**وينِي:** ث.ٻانهن جي ڪرائي ۽ انَري.

**ويهه:** ص.ٻن ڏهاڪن وارو عدد (20)- ڪوڙي (اڳئين وقت ۾ ڳڻپ ڪوڙين جي حساب سان ٿيندي هئي: ٻه ڪوڙيون، چار ڪوڙيون وغيره).

**ويهن نُنهن جو زور لائڻ:** سڀ حيلا هلائڻ.

**ويهارَڻُ:** م.وهاري ڇڏڻ- وهارڻ.سُوئر کي شڪار لاءِ ٿم (جهنگ) ۾ وهارڻ.

**ويهارو:** ص.ويهڪن- اندزاً ويهه

**ويهَٽ:** ث.ماپ- ڪَچ.رٿا- تجويز.اندازو.

**ويهڙ:** ث.حد- نشان.ناموس.

**ويهڙ وڃائڻ:** حد ڪرڻ.ناموس ڪڍڻ.ضد ڪرڻ.

**ويهَڪ:** ث.ويهڻ جي حالت- بيٺڪ.نشست (ڪانفرنس وغيره جي)

**ويهڻُ:** م.ويهي رهڻ- وهڻ.ڪپ ڪوڙڻ.

**ويهي رهڻ:** وهڻ.جُهڪڻ (زمين).ڏهڻ- ڪرڻ (جاءِ، ڇت، پٽ وغيره).پچي وڃڻ- ڪَپ ٿيڻ.

**ويهي وڃڻ:** پراڻو ٿيڻ (ڪُوه). جُهور ٿيڻ. ڪَم ڪار جي لائق نه رهڻ.

**وِيهُون:** ث. "ويهن" جي تعداد جا مجموعا (ٻه ويهون، پنج ويهون وغيره).

**ويهون چڙهڻ:** گهڻن ماڻهن جو حملو ڪرڻ

**ويهون وڃائڻ:** ڪنهن وڏي ڪم کي ڪاميابيءَ سان پورو ڪرڻ. ڏنگ ڪرڻ

**ويهون هڻڻ:** ڇيه ڪرڻ- حد ڪرڻ.

**ويءُ:** ذ. مال جي چرڻ لاءِ رکيل زمين. چراگاه.

**ويءُ وهائڻ:** سوداگري ڪرڻ. نفعي وارو ڌنڌو ڪرڻ.

**وِيئري، وِيَري:** ث (ع: بيرُ) ننڍي کوهي. هيناهينءَ ۾ کوٽيل ڪچي کوهي (جنهن ۾ ٿوري اونهائيءَ ۾ پاڻي نڪري).



**ه:** ث اُچار 'هي' سنڌي "الف- بي" جو پنجاهون اکر. عربيءَ جو ايڪيهون ۽ فارسيءَ جو ستاويهون اکر. ابجد موجب عدد (5).

**ها:** ث. هاڪار- اقرار. هائو- ائين- برابر. (ظ) درست- بجا.

**ها ڪرڻ:** اقرار ڪرڻ- مڃڻ. قبول ڪرڻ. هائو ڪار ڪرڻ.

**ها ۾ ها ملائڻ:** شامل راءِ ٿيڻ. تائيد ڪرڻ. خوشامد ڪرڻ.

**هاب:** ص. جهڙو- وانگر- مطابق. لائق. مرڪبن ۾ ايندڙ پڇاڙي (مثلاً: مهتي هاب).

**هابِيلُ:** اسم خاص (ع) حضرت آدم عليه السلام جو پٽ (جنهن کي سندس وڏي ڀاءُ قابيل قتل ڪيو هو).

**هابِڙ:** ص. اُبهرو- تڪڙو- جلد باز.

**هابوڙجَڻ:** م. ڪنهن ميوي وغيره جو پچڻ تي ورڻ.

**هاتارُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- چراخ. (ص) جلد باز- چالاڪ.

**هاتفُ:** ذ (ع) غيب جو آواز ڏيندڙ فرشتو. غيب جو آواز.

**هاتَڪُ:** ص (ع: حاذق) سمجهو- ڏاهو. داناءُ- سياڻو. قابل.

**هاٿي:** ذ. هڪ مشهور جانور- فيل.

**هاٿيءَ کي هندستان ڏيکارڻ:** ظالم کي ظلم جو موقعو ڏيڻ.

**هاٿي پَڳ:** ذ. هاٿيءَ کي ٿيندڙ هڪ قسم جي بيماري.

**هاٿي ڏند:** ذ. عاج (هاٿي جا اڳيان ٻاهر نڪتل ٻه ڏند).

**هاٿي ڏند هڻڻ:** ظاهر ظهور سچو پڪو هجڻ.

**هاٽ لائين:** ذ (انگ) سڌي ۽ خاص ٽيليفون لائين. ٽيلي پرنٽر جو سرشتو.

**هاٽ ميل:** ذ (انگ) ڪمپيوٽر وسيلي سڌو رابطو.

**هاٽ ڳاٽ:** ذ. بربادي- تباهي- زيان.

**هاٽي:** ث. بدني بيهڪ- قدبت. هندن ۾ مڙدي جا سڙيل هڏا ءِ رک.

**هاٽي ميڙڻ:** ساڙيل لاش جي خاڪ گڏ ڪرڻ.

**هاڄ:** ث. پورهيو- ڪرت. ڪم.

**هاڄ لاهڻ:** سيڪت ڏيڻ. ڪم لاهڻ.

**هاجرهَ:** اسم خاص (ع) حضرت ابراهيم عليه السلام جي ٻي گهرواري (حضرت اسماعيل عليه السلام جي والده). عورت جو نالو.

**هاجارو:** ذ. خفو- مغز خوري- ڪاپارو.

**هاج، هاجو:** ذ. نقصان- ڇيهو. حرج. گهاٽو. تباهي. ظلم.

**هاجا ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ- ڪيس ڪرڻ.

**هاجي هَنيو:** ص. ظلم هيٺ آيل- مظلوم.

**هادي:** ص (ع) هدايت ڪندڙ- رهبر- رهنما. مرشد.

**هارَ:** ث. شڪست- مات.

**هار جيتَ:** ث. ڪٽ هار- فتح شڪست.

**هار ڪَٽَ:** ث. جُوئا يا راند ۾ جيتڻ يا هارائڻ.

**هارَ:** ص. هيراڪ- عادي علتي.

**هارُ:** ذ. ڳچيءَ ۾ پوتل گل، موتي يا جواهر- لڙهي- سَر. مالها- ڪنڊي.

**هارُ سينگارُ:** ذ. ڪپڙا لٽا ۽ گهڻا پائڻ. ناه جوڙ- آرائش- تزئين.

**هارائڻُ:** م. شڪست کائڻ- مات کائڻ. بازي يا شرط هارائڻ. مغلوب ٿيڻ. ناڪام ٿيڻ.

**هارَپَ:** ث. هارپو- پوکيءَ جو ڌنڌو.

**هارپو:** ذ. هارپ- ڪڙمت. هاريءَ جي وندي (پوک مان مليل حصو).

**هارِجُ:** ص (ع) روڪيندڙ- منع ڪندڙ. رنڊڪ وجهندڙ.

**هارجُ ٿيڻ:** اٽڪاءُ ڪرڻ. روڪ ڪرڻ.

**هارجَڻُ:** م. ڪنهن ٿا نوَمان ڪا شيءِ هيٺ ڪرڻ. شڪست کائڻ-

ماٺ ٿيڻ.

**هارجي وڃڻ:** بيماريءَ ۾ ڳري وڃڻ. شرمسار ٿيڻ- ڦِڪو ٿيڻ.

**هارَ جُواري:** ص. جُوا ۾ هميشه هارائيندڙ- نياڳو جُواري.

**هارڪو:** ص. هاريءَ جو- هاريءَ وارو.

**هارمُونو:** ذ (انگ: هارمونيم) هڪ قسم جو باجو- باجو.

**هارَڻُ:** م. هيٺ ڪيرائڻ. اوتي زيان ڪرڻ. هارائڻ.

**هارڻ هُورڻ:** هارويٽ ڪرڻ- اجايو وڃائڻ.

**هارُوت:** اسم خاص (ع) هڪ فرشتي جو نالو (جيڪو مارُوت سان گڏ بابل جي کوھ ۾ قيد آهي).

**هار وِيٽ، هار وِيرَ:** ث. اوت پوت- هڪڙي ٿانوَ مان ٻئي ۾ لاهپاھ. زيان- ضايع.

**هارِي:** ص. هر ڪاهيندڙ- پوک ڪندڙ- ڪڙمي. راند ۾ هڪڙي ڌر جو اڳوان. (ث) ڪيريءَ آنياري ٻلي جي جوڙي (هاري ۾ ٻه ٻلا ٿين). (ص) هارايل. ٿڪل- ڪُهيل (عورت).

**هارِي نارِي:** ذ. ڪڙمي ڪاسبي- پورهيت.

**هاريو:** ص. هار کاڌل- مغلوب. مورک- نادان.

**هاڙُ:** ص. هوشيار- ڀڙ. ڪاٽڪو- هاڙهو.

**هاڙبو:** ذ. ٻاٺمرادو چاول سَلو.

**هاڙَھ:** ث. ڇپي- ڇڪ- سَٽ.

**هاڙھ نه جهلڻ:** سَٽ نه سهڻ. مقابلو نه ڪرڻ.

**هاڙُھ:** ذ. آکاڙ مهينو- آرهڙ. سخت گرم (اونهارو). (ص) هاڙهو (چور).

**هاڙهو:** اسم خاص. لس ٻيلي جي اولھ ۾ جبل جي قطار. (ص) ڪاٽڪو (چور).

**هاڙهو حَبُ:** ذ. رڻ پٽ- بيابان. سُڃَ.

**هاڙهِي:** ص. راند جو اڳوان- هاري.

**هاڙهِي ڀيچي:** ص. هاريءَ ان جا ساٿي راند يگرَ.

**هاڙهيارو:** ص. پوک ۾ زوري ٿيپي پوندڙ ڏور.

**هاسٽل:** ث (انگ) شاگردن جي رهائشگاه.

**هاسو:** ذ (ع. عصا) لٺ- ڏنڀي لٺ. گوڙ گهمسان- ڏمچر.

**هاسيڪار:** ظ. چاٽي واٽي- هرو ڀرو- ارادي سان.

**هاش هاش:** ث. اجائي ٽڪڙ- ابهرائي- جلدائي.

**هاشاباشا:** ذ. دم دلاسو- دلداري- همت افزائي- اچي مچي.

**هاشِمِي:** اسم خاص. نبي سڳوري جو خاندان- بني هاشم.

**هاضِمُ:** ص (ع) هضم ڪندڙ. هضم ٿيندڙ (کاڌو).

**هاضِمو:** ذ (ع) هضم ڪرڻ واري قوت. تحليل (کاڌي جي).

**هاضميدار:** ص. هاضمو ڪرائيندڙ (کاڌو. دوا وغيره).

**هاڪَ:** ث. ناموس- ساراھ. ڌاڪو. دٻدٻو.

**هاڪار:** ث. هائو- اقرار- ها- هائو ڪار. هڪل.

**هاڪارو:** ص. هاڪ وارو- نالي وارو. ڌاڪي وارو.

**هاڪارَڻُ:** م. هڪل ڪرڻ- للڪارڻ. مقابلي لاءِ سڏڻ. ڏوڪڻ- ڏوڪي وڃڻ. حملو ڪرڻ- جلھ ڪرڻ. ڪاھ ڪرڻ. ٻيڙي چوڙي رواني ڪرڻ- ڪاهڻ.

**هاڪَر:** ذ (انگ) اخبارون وڪڻندڙ گهورڙيو.

**هاڪِي:** ث (انگ) هڪ قسم جي بال راند.

**هال:** ذ (انگ) وڏو ڪمرو- دالان.

**هالا:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. سنڌ جي هڪ مشهور شهر جو نالو.

**هالارُ:** ذ. سنڌ جي الهندين طرف واري جبلن جي قطار. ڪڇ ۽ ڪانياواڙ جو الهنديون پاڳو (جتي جو رڱيل ڪپڙو سنو ۽ پڪي سٺي رنگ وارو ٿئي).

**هالارِي:** ذ. تمام پڪي رنگ وارو ڪپڙو. (ص) هالار جو.

**هالائو:** ذ. هلڻ جي حالت. لاڏاٽو- مرتيو- چالائو.

**هالائي ۾ هُجڻ:** پوين پساهن ۾ هئڻ.

**هالٽ:** ذ (انگ) منزل- دابو.

**هالو:** ذ (ف) چنڊ جو ٻڙ (جيڪو ڪڏهن ڪڏهن آسمان ۾ غبار سبب نظر ايندو آهي). اهو ڏاند جنهن جو هڪ سڱ هيٺ تي مڙيل هجي. نياڳو.

**هالُو:** ص. هلندڙ- مروج- رواج ۾.

**هالُو چالُو:** ص. جهڙو تهڙو- رواجي. معمولي.

**هالُورو:** ص. لڏي وارو- لڏيندڙ.

**هالِي:** ث. مينهن جو هڪ قسم- ڏٻي مينهن.

**هاليجي:** اسم خاص. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ مشهور ڍنڍ جو نالو.

**هالِي چالِي:** ث. سار سنڀال- انتظام.

**هاليسو:** ذ. وَنجھ- اولو.

**هاليو:** ذ. هڪ قسم جو پسار ڪو وڪر.

**هامُ:** ث. ذميواريءَ جي دعوي. ٻٽاڪ.

**هام هڻڻ:** وڏي هائو ڪار ڪرڻ. زوردار لفظن ۾ ذميواريءَ جي دعوي ڪرڻ.

**هامِي:** ث. اقرار. ضمانت.

**هامِي ڀرڻ:** اقرار ڪرڻ- واعدو ڪرڻ. ذميواري کڻڻ.

**هان:** ظ.ڇا-سوال ڪرڻ جو لفظ.

**هان هُون:** ث.ننٿنٿا.اقرارانڪار.

**هان هُون ڪرڻ:** ننٿائڻ.بهانا ڪرڻ.گوتناٽ ڪرڻ.

**هانبارو، هانيارو:** ذ.تکڙا ساه.دوڙڻ کان پوءِ وڏا ساه.سَهڪ.

**هانيارو هڻڻ:** وڏا ساه کڻڻ-وات ۾ نڪ مان ساه کڻڻ.

**هاندو، هانڊو:** ذ.ڳائڻ وڄائڻ ۽ ناچ تماشي جو شاميانو وغيره.راڳ رنگ جي محفل.

**هانُهرَ:** ث.هنڪار ۾ ڪنُ (گهوڙي جي).

**هانءُ، هنياءُ:** ذ.دل-هنيون-قلب.مَنُ.

**هانءُ تي تور ٿيڻ:** دل ڪچي ٿيڻ- دل تي بار ٿيڻ. حسد ٿيڻ- ساڙ ٿيڻ.

**هانءُ ٺارڻ:** دل ٺارڻ- دل خوش ڪرڻ. بدلو وٺي پنهنجي دل خوش ڪرڻ.

**هانءُ ڏرڻ:** سخت خوف ٿيڻ- ڏاڍو ڊڄڻ.

**هانءُ ساڙڻ:** خار ڏيارڻ.خراب هلت هلڻ.

**هانءُ لاهڻُ:** دل لاهڻ- بي همت ٿيڻ.نااميد ٿيڻ.

**هانَ:** ظ.هينئر-هاڻي-هن وقت.

**هانو:** ص.وارو- جو-پريل (مثلاً:گپ هانو).(ذ) ڏاڙو- ڦرلٽ.

**هانُو:** ذ.چوپائي مال جو ڏاڙو هئڻ.ڦر ڪندڙ.ڏاڙيل-ڦورو.

**هانُو مانُو:** ص.واقف-گهاٽل ماٺل.

**هانوڪو:** ظ.هن وقت جو.هلندڙ دور جو.اڄوڪو.(ث.هانوڪي).

**هاڻي:** ظ.هن وقت-هينئر-فوراً- يڪدم.هن حالت ۾.هن وقت ۾. اڄڪلهه.هينئر ۽ هن کان پوءِ.

**هاواتو:** ذ.هُل-افواه.اڻ جي خبر.مقرر ڪيل وقت جو واعدو.

**هاوڙ:** ث.بوءِ-بانس-ڏَپ.سيڪ-تؤ.

**هاوي:** ث(ع) حاوي.

**هاويءَ ۾ هجڻ:** حسد جي باهه ۾ سڙڻ.ذليل ۽ بدنام ٿيڻ.

**هاها:** ث.هائو ڪار.زباني جٺ-دڙڪو دهمان.

**هاها ڪرڻ:** دڙڪو ڏيڻ-تنبيه ڪرڻ.

**هاهُر:** ث.اُٺن جي هونگار.

**هاهُوت:** ث.سالڪن جي هڪ منزل.

**هاءِ اسڪول:** (انگ: هاءِ= وڏو) ذ.پرائمريءَ کان مٿين درجي وارو اسڪول.

**هاءِ ڪورٽ:** ث.وڏي ڪورٽ-صوبائي سطح جي ڪورٽ.

**هاءِ، هائي:** ذ(ع) ڏک مان نڪتل آواز.افسوس.

**هاءِ هاءِ:** ث. بيماري يا تڪليف ۾ آواز. گهوڙا گهوڙا واويلا- افسوس-ارمان.

**هاءِ دُوس:** ث.گهوڙا گهوڙا-هل هنگامو.مانڌاڻ- ٻاٽيتال

**هاءِ گهوڙا:** ث.روڄ راڙو-واويلا-گهوڙا گهوڙا.

**هائڪو:** ذ.جاپاني شعر جو هڪ نمونو-ٽيڙو-ٽيِسٽو.

**هائو:** ظ.بلڪل-برابر-ها.

**هائُو:** ذ.ٻارن کي او چتو ڊيڄارڻ لاءِ آواز.

**هائُو جي وات ۾ هئڻ:** هر وقت ڊپ هيٺ رهڻ.

**هائو جَرڪو:** ذ. سڀ ڪجهه کائي ويندڙ هڪ خيالي آفت.(ص) ڳڙ کائو-هضم ڪندڙ.لوڀي.

**هائوس:** ذ(انگ) گهر.

**هائُوس وائيف:** ث(انگ) گهريلو عورت-گهريلو زال.

**هائي:** ث(ع:حاوي) دوزخ-هاوي.سخت تپش.عذاب.آزار-مصيبت.

**هائيءَ ۾ هجڻ:** حاويءَ ۾ هجڻ- باهه ۾ هجڻ.عذاب ۾ هجڻ.

**هائيڊ پارڪ:** ذ(انگ) برطانيا ۾ هڪ پارڪ، جتي ماڻهن جو وڏو تعداد هر هفتي اچي دل جا راز بيان ڪريو ۽ تنقيد ڪري. عوامي تبصري ۽ تنقيد لاءِ اخبار جو مخصوص صفحو.

**هائيڊروجن:** ذ(انگ) هڪ قسم جي گئس.

**هائيڊرو ميٽر:** ذ(انگ) پاڻي ماپڻ جو اوزار-آب پيما.

**هَبي تبي:** ذ. جهڙڪ- جٺ.رُسوائي-ذلالت.

**هَبي تَبي ڪرڻ:** گهٽ وڌ ڳالهائڻ- بي عزتي ڪرڻ.

**هُباڙ:** ث.ڊپ واري گرم هوا (ڦٽ پوڻ ۾ مان نڪرندڙ).اُبس-رڳهه.

**هَبَڄ:** ث.هَوس.گهٽو لوڀ.ڏئو نه ٿيڻ وارو حرص.

**هَبڄي:** ص.لوڀي-لالچي.گهٽو کائيندڙ.

**هَبَڪَ:** ث. حجاب.ڊپ.ڳالهائڻ ۾ اٽڪاءُ.زبان ۾ اٽڪاءُ.

**هُبڪار:** ث.سرهاڻ-سڳنڌ-خوشبوءِ.هَڳاءُ.

**هَبَڪَڻُ:** ه.ڳالهائڻ ۾ هٽڪڻ.زبان ۾ رنڊڪ ٿيڻ.گهٻرائڻ.

**هَبو:** ص.پروڊيل-ڪنبي ڪٽريل.

**هَبوڇي:** ث.هنبوڇي (ناچ).

**هت:** ظ.هتي.هن هنڌ.

**هتَ هُت:** ظ.هتي هُتي-اوسي پاسي.دنيا ۽ آخرت.

**هتان:** ظ.هن هنڌ کان.

**هُت:** ظ.هُن هنڌ-هُتي.

**هُتڙي:** ظ.هُتي-هُت-هُن جاءِ تي.

**هَتَڪَ:** ث(ع) بي عزتي.گستاخي.توهين.

**هَتڪ آميز:** ص. بي عزتيءَ وارو- گستاخيءَ وارو.

**هتڪ ڪرڻ:** بي عزتي ڪرڻ- توهين ڪرڻ.

**هتُڪاري:** ص. مهربان. مربي.

**هَتو تَتو:** ذ. ڪاوڙيل. تايل تپايل.

**هُتئُون:** ظ. هُتان- اُتان- اُنهي جاءِ کان.

**هَتيا:** ث (سن) قتل. پاپ- گناهه. هچا- مصيبت.

**هَتيارو:** ص. هچارو.

**هَٿُ:** ذ. ٻانهن جو حصو (جنهن ۾ آڱريون ٿين)- دست- يَد. ڪپڙي وغيره جي ماپڻ لاءِ آڱرين جي چوٽيءَ کان وٺي ٺونٺ تائين ماپ.

**هَٿ اُٿلائڻ:** ڪم ۾ سيگهه ڪرڻ.

**هَٿ اٽڪائڻ:** جهيڙو ڳنڍڻ. واسطو رکڻ.

**هٿ اچڻ:** لهڻ- حاصل ٿيڻ. ملڻ. دستياب ٿيڻ. ميسر ٿيڻ.

**هٿ ٻڌڻ:** منٿ ڪرڻ- خوشامد ڪرڻ.

**هٿ پيڙڻ:** ڪنجوسائي ڪرڻ.

**هٿ تنگ هئڻ:** پئسي ڏوڪڙ جي تنگي هئڻ.

**هٿ تنگڻ:** سوال ڪرڻ. پنڻ. محتاج ٿيڻ.

**هٿ ٺارڻ:** دل جي ٻاڦ ڪڍڻ. زورائتا ڌڪ هڻي ٻدلو وٺڻ. سخت مار ڪڍڻ.

**هٿ ٺوڪڻ:** هٿين خالي هئڻ- سُڃو هئڻ.

**هٿ پڄڻ:** دسترس ٿيڻ. وس هلڻ. رسائي ٿيڻ.

**هٿ پير ٺرڻ:** بيهوش ٿيڻ. حيرت ۾ پوڻ.

**هٿ پير لڳڻ:** وَڄ ملڻ. ٻهڄ ٿيڻ.

**هٿ پير لهڻ:** ويم ڪرڻ (عورت جو).

**هَٿ پير وَرڻ:** ڪم ڪار لاءِ همت ٿيڻ.

**هٿ پير هڻڻ:** ڪوشش ڪرڻ. ڪنهن مصيبت مان جند ڇڏائڻ لاءِ حيلا ڪرڻ. ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ.

**هٿ جَس هئڻ:** ڪيل ڪم جو مان هئڻ.

**هَٿ جو ميرو هئڻ:** بي اعتبار هئڻ- چور هئڻ.

**هٿ جهلڻ:** هٿ کان وٺڻ. ڏيڻ وٺڻ يا اچڻ وڃڻ بند ڪرڻ.

**هٿ چندي اُٿڻ:** ڪاوڙ جي اُٿڻ. سيڪائي وڃڻ.

**هٿ ڏوئي لڳڻ:** پنيان پوڻ. نهي سنبري وٺڻ.

**هٿ ڏوئي ويهڻ:** آسرا ٻلڻ. نڪلڻ.

**هٿ ڏُنارڻ:** خدمت چاڪري ڪرڻ.

**هَٿ ڏانهن نهارڻ:** آسرو رکڻ. لالچائڻ.

**هٿ ڏيڻ:** ڪيڪار ڪرڻ. مدد ڪرڻ. قول ڏيڻ.

**هٿ ڊگها هئڻ:** پڄندي هئڻ- رسائي هئڻ.

**هٿ ڊگهيرڻ:** سوال ڪرڻ. گهرڻ.

**هٿ رکڻ:** سرپرستي ڪرڻ. پنهنجو ڪرڻ. مدد ڪرڻ. ٻرگهور لهڻ.

**هٿ رڱڻ:** چڱيءَ طرح فائدو وٺڻ. مالا مال ٿيڻ.

**هٿ روڪڻ:** ٿورو خرچ ڪرڻ- مُٺ پيڙڻ.

**هٿ سَچ ڪرڻ:** سهائتا ڪرڻ- واهر ڪرڻ.

**هَٿ ڦاٿڻ:** هٿن ۾ لڦون پوڻ (هٿن سان گهڻي ڪم سبب).

**هٿ ڦيرڻ:** ٻلائي ڪرڻ. دلاسو ڏيڻ. ڇَٽ ٻڌڻ.

**هٿ ڪپجڻ:** واسطو ٽٽڻ- تعلق نه رهڻ.

**هٿ ڪڍڻ:** واسطو ٽوڙڻ. دستبردار ٿيڻ.

**هٿ ڪرڻ:** حاصل ڪرڻ.

**هٿ ڪُليل هئڻ:** سخاوت جو صاحب هئڻ.

**هٿ ڪڻڻ:** دستبردار ٿيڻ- ٻچر ڇڏڻ. دعا گهرڻ.

**هٿ گس ڪرڻ:** اجايو جفاڪشي ڪرڻ.

**هٿ ڳنڍڻ:** وڙهڻ- جهيڙو ڪرڻ. ڪم ۾ مشغول ٿيڻ.

**هٿ لائڻ:** ڇهڻ. استعمال ۾ آڻڻ.

**هٿ لڳڻ:** دستياب ٿيڻ. قبضي ۾ اچڻ. نقصان رسڻ. خبر پوڻ.

**هٿ مُنجهڻ:** تنگدستي ٿيڻ.

**هٿ مهٽڻ:** پڇتائڻ- افسوس ڪرڻ- پشيمان ٿيڻ.

**هٿ ۾ سُرهو ٿيڻ:** هٿن ۾ دم ڏيڻ.

**هٿ ۾ هٿ ڏيڻ:** ساٿ ڏيڻ. گڏيو وتڻ.

**هٿ ۾ هئڻ:** وس ۾ هئڻ- قبضي ۾ هئڻ.

**هٿ وٺڻ:** دستگيري ڪرڻ. سهارو ڏيڻ. رهبري ڪرڻ.

**هَٿ وٺي جهيڙو ڪرڻ:** بنا سبب جي وڙهڻ.

**هَٿ ودائڻ:** تحريري اقرار ڪرڻ- دستاويز لکي ڏيڻ.

**هٿ هرڻ:** عادت پوڻ- هير ٿيڻ.

**هٿ هلائڻ:** ڪم ڪار ڪرڻ.

**هٿ هڻڻ:** پڇتائڻ- پشيمان ٿيڻ. افسوس ڪرڻ.

**هٿ هيٺ رکڻ:** زيردست رکڻ- محڪوم رکڻ.

**هٿن جا ليڪا ڌوهڻ:** عزازت مان ڇڄڻ.

**هٿن جو ٻار:** ٻاڻ کان ننڍو- ننڍي عمر جو.

**هٿن جي بازي:** اٽڪل- چالاڪي- حرفت.

**هَٿن جي ڇانوَ ڪرڻ:** آسودو رکڻ. واهر ڪرڻ.

**هٿن سان ڏيڻ:** وڃائڻ- ضايع ڪرڻ.

**هٿن مان نڪرڻ:** وس ۾ نه رهڻ. گم ٿيڻ.

**هٿن ۾ هُريون هڻڻ:** آڱريون هلڪيون ٿيڻ. زيان ڪرڻ- نقصان ڪرڻ.

**هٿ اُڌار:** ث. قرض طور ورتل رقم. هٿو هٿ ورتل اوڌر. شخصي اعتبار تي ڏنل قرض.

**هَٿ اکر:** ذ. تحرير- لکت. پنهنجي هٿ سان لکيل اکر.

**هَٿاوڙو:** ص. نپايل- سانديل- هٿ ميرو- نيپاڄ

**هٿان:** ظ. خودڪان- پاڻوٽان.

**هٿان پوڻ:** پاڻڪان ڏوهه ٿيڻ.

**هٿ پالُ:** ص. هٿن جو پاليل- پالتو- گهرو.

**هَٿ پَهچ:** ث. طاقت- رسائي- دسترس.

**هَٿ پيچ:** ذ. بخيل- شوم- ڪنجوس.

**هَٿ جَس.** ث. سوڀ. لاڀ. ڪاميابي.

**هَٿ جوڙ:** ث. هٿ ٻڌڻ. عاجزي. نيازمندي. آزي نيزاري.

**هَٿ جوڙ ڪرڻ:** عاجزي ڪرڻ. عرض ڪرڻ. منٿ ميڙ ڪرڻ.

**هَٿ جي ٻُڪي:** ث. هٿ سان خانو خراب ڪرڻ واري حالت.

**هَٿ چُراند:** ث. حرڪت- ڪيچل- مستي. چُرچ.

**هَٿ چُوٽَ:** ص. خرچائو. فضول خرچ. سخي.

**هَٿ چُوهي:** ث. ڪيچل- حرڪت بازي.

**هَٿ ڏَسَ:** ث. اشاري سان يا زباني طرح ٻڌائڻ. ڏسڻ سان ڪيل ڪم.

**هٿ ڏس تي هلڻ:** اشاري تي هلڻ- پرمٽڙيو هئڻ.

**هَٿراڏو:** ص. هٿ جو ناهيل- نقلي- جُڙتو. بناوٽي- مصنوعي.

**هَٿ رَس:** ص. مُشتزني- جلق.

**هَٿڙي:** ث. هٿ ڪس. ڪنهن جي ڪيسي مان هٿ جي ڪيڏ سان ڪيل چوري. گهوڙي کي تنگ ۾ ٻڌل چم جي پٽي.

**هٿڙي ڏيڻ:** ٿوري گهڻي مدد ڪرڻ.

**هٿڙي هڻڻ:** ڳنڍ يا ڪيسي مان ڪا شيءِ چوري ڪرڻ. ڪيسو ڪپڻ. مَلهه ۾ ڪُپيت وارو هٿ وجهڻ (مقابل مله جو پير جهلي ڪيس دسڻ).

**هَٿَ شَفا:** ث. طبيب جي علاج ۾ شفا يابيءَ جو اثر.

**هَٿَ ڦاڙُ:** ص. اجايو خرچ ڪندڙ- فضول خرچ.

**هَٿ ڪڙولُ:** ذ. زنجير ۾ ٻڌل لوهي ڪڙي. جنهن ۾ ڪلف ٻڌل هجي. هٿڪڙي.

**هَٿَڪڙي:** ث. هٿن جي ڪڙي. ڏوهاريءَ جي هٿن کي قابو ڪرڻ لاءِ ڪلف واري لوهي ڪڙي يا زنجير.

**هَٿَ ڪس:** ث. هٿ چراند. حرڪت. دست درازي. هٿڙي.

**هَٿَ گاڏي:** ث. هٿ سان ڌڪي هلائڻ وارو نيلهو. بارڙي کي گهمائڻ لاءِ ننڍڙو گاڏو.

**هَٿ گُجري:** ث. ڪرائيءَ ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو زنانو زيور.

**هَٿ ڳنڍڙي:** ث. ٽپال رستي موڪليل مُوٽڙي- پارسل.

**هَٿَ ناٽُ:** ذ. هٿن جو کيل. چالاڪي. حرفت بازي. ٺڳي.

**هٿ ناٽي:** ص. ٺڳ- حرفتي- اٽڪل باز.

**هَٿَنُ:** ذ. سرمايو. پونجي- مُوڙي.

**هَٿو:** ذ. ڪاٺ يا لوهه جو ڳن (جنڊ، آڏاڻي، مشين وغيره جو)- هٿيو- مُٺيو.

**هَٿوپائي:** ث. هٿن سان ويڙهه. هٿ ڪس. ڌڪ مُڪ.

**هَٿوراڙي:** ث. پٽ تي ڪريل يا وڃايل شيءِ جي هٿن سان ڳولا.

**هٿوراڙيون ڏيڻ:** اونداهيءَ ۾ هٿن کي هيڏانهن هوڏانهن هلائي ڪا وڃايل شيءِ ڳولڻ.

**هَٿوڙو:** ذ. وڏو متر ڪو- لوهار کي ڪم جو هڪ اوزار.

**هَٿوڙي:** ث. متر ڪي. هٿڪڙي.

**هَٿ وَس:** ظ. پنهنجي وس ۾- پنهنجي اختيار ۾.

**هَٿَ وَسيڪو:** ص. هٿيڪي جاءِ تي قابو رکيل. پنهنجي وس ۾.

**هَٿو هَٿَ:** ظ. هڪڙي هٿ کان ٻئي هٿ ۾. هٿان ئي هٿان. جلدي- ترت.

**هَٿي:** ث. مدد- واهر. حمايت- ٽيڪ. ناٿي جي مدد- موڙي.

**هٿي ڏيڻ:** حمايت ڪرڻ. ٽيڪ ڏيڻ. سهارو ڏيڻ.

**هَٿيارُ:** ذ. لڙائيءَ ۾ ڪم ايندڙ اسلحو (تلوار، بندوق، ڀالو وغيره). ننڍڪو.

**هٿيار ٻڌڻ:** مسلح ٿيڻ- لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيڻ.

**هٿيار بند:** ص. هٿيار ٻڌل- مسلح.

**هٿيار پنهوار:** ذ. اسلحو (تلوار، ڀالو وغيره).

**هٿياري:** ث. هٿ جي تري. ڀريل مُٺ- لپو.

**هَٿيڪو:** ص. مضبوط. سوگهو- قابو. هڪ جاءِ تي ڪُتل.

**هَٿيڪو ڪرڻ:** سوگهو رکڻ- قابو رکڻ. محفوظ رکڻ.

**هٿيلو:** ص. پالتو- پاليل- گهريلو.

**هَٿين:** ظ. هٿن سان.

**هٿين پوڻ:** هٿوپائي ڪرڻ. هٿن سان وڙهڻ. وڙهڻ- جهيڙو ڪرڻ.

**هٿين خالي:** ص. نِلهو- سکڻو. سڃو.

**هَتيو:** ذ.مٺ-دستو-ڳن-هٿيو.مهرو.
**هَتيو هَٽ اچڻ:** بهانو ملڻ-عذر ملڻ.
**هَٽُ:** ذ.وڪرو ڪرڻ جي جاءِ-دڪان.
**هَٽُ پرچائڻ:** رات جو هَٽ بند ڪرڻ.
**هَٽُ ڪڍڻ:** سامان پکيڙي ڇڏڻ.گهرو سامان ڇڙو ڇڙ ڪرڻ.
**هَٽ وائيو:** ذ.هندو دڪاندار.ڏڄتو.
**هَٽ هلائڻ:** ڏنڌي سان لڳو رهڻ.
**هَٽائڻُ:** م.پري ڪري.سيرڻ-ريڙهڻ.لاهڻ (ملازمت کان).پسپا ڪرڻ-شڪست ڏيڻ.موٽائڻ.واپس ڪرڻ.
**هُٽائڻ:** م.ڪَڪ ڪرڻ-ٽڪائڻ.ڪُٽائڻ.
**هَٽائي:** ص.هٽ وارو-دڪاندار.
**هَٽ تاڙ:** ث.هٽن کي تالا هڻڻ.دڪانن کي تالا هڻي بازار جو ڪاروبار بند رکڻ-هڙتال.
**هَٽ تاڙ ڪرڻ:** هٽن دڪانن کي تاڙيون هڻڻ.ڪرف ڪڙا هڻي بند ڪرڻ.بازار جو ڪاروبار بند رکڻ.احتجاج طور دڪان بند ڪرڻ-هڙتال ڪرڻ.
**هُٽجڻ:** م.بيزار ٿيڻ-ٽڪجڻ-ڇُور ٿيڻ.
**هَٽڙي:** ث.ننڍو هٽ.سنڌ جي جدا جدا ڳوٺن ۾ ڳونن،ماڳن ۽ ديهن جو نالو.
**هَٽَڪَ:** ث.اٽڪاءُ (زبان ۾)-هٻڪ.
**هَٽڪڻُ:** م.هٻڪڻ.دل من هڻڻ.گهبرائڻ.
**هُٽڪتو:** ص.ڳتي-ڪُٽڪو-اُرٿڻ.
**هَٽڻُ:** م.پري ٿيڻ.سرڪڻ-رڙهڻ.پوئتي ٿيڻ-موٽڻ.هار کائڻ.کسڪڻ.اپرو ٿيڻ.جواني ۾ کان موٽڻ.لاٽ کائڻ.
**هَٽي:** ث.ننڍڙو دڪان.
**هَٽيءَ سارو هوڪو ڏيڻ:** وت آهر خرچ ڪرڻ.سگهه سارو هلڻ.
**هٽيلو:** ص.هٽ وارو-هٽ جو.عام-رواجي.هالو چالو.
**هَٺُ:** ذ (سن) غرور-وڏائي-آڪڙ.ضد.تعصب.هاني-جسم-سرير.
**هَٺ ڌرم:** ذ.ڪٽر-مذهبي-متعصب.
**هَٺ ڌرمي:** ذ.تعصب.ساڙو-ڪينو.
**هَٺ سجائي:** ث.تندرستي-چڱيلائي.صحتيابي.
**هَٺ سجو:** م.بيماريءَ کان آجو.تندرست-صحتمند-چڱو ڀلو.سجاڳ-خبردار.هوشيار.
**هَٺ ڪرڻ:** غرور ڪرڻ.ضد ڪرڻ.
**هَٺ نه ڇڏڻ:** ڳالهه تي اَڙيو رهڻ.
**هَٺيلو:** ص.ضدي-هوڏي.متعصب.سرڪش-پاڻ زورو.
**هَپُ:** ذ.هڪڙي ئي ڀيري وات ۾ وجهڻ جو آواز-هپو.
**هَپُ ڪرڻ:** هڙپ ڪرڻ.وات ۾ وجهي کائي وڃڻ.
**هپناٽزم:** ذ (انگ) تنويمي عمل-مسمريزم.
**هِپَڻُ:** م.جهڪو ٿيڻ-لانجهو ٿيڻ.ڳهٽجڻ.وائڙو ٿيڻ.هيسجڻ.
**هَپو:** ذ.لپو.لپ ڀري وات ۾ وجهڻ.ڳرنهه-لقمو.وڏي لپ.وڏو ڳرنهه.
**هَپو ڪرڻ:** ڳڙ کائي وڃڻ.
**هَپي:** ث.چُمي-مِٺي-ڪِس.
**هِجَ:** ث (ع) اکرن جو اعرابن مطابق اُچار.
**هُجَ:** ث (ع: حجت) حجت-دوستواري ڳهرائي.اميد.
**هُج پائي اچڻ:** ڀروسي سان وڃڻ-آسرو رکي اچڻ.
**هُجائتو:** ص.هُج ڪندڙ-حُجتي.
**هِجرُ:** ذ (ع) جدائي-وڇوڙو-فراق.
**هِجرَت:** ث (ع) جدائي.وطن کي هميشه لاءِ ڇڏڻ.نبي سڳوري جو مڪي کي ڇڏي مديني ۾ وڃڻ ۽ هميشه لاءِ اُتي رهڻ.
**هِجرِي:** ث (ع) نبي سڳوري جي هجرت کان شروع ٿيندڙ اسلامي سنه.
**هُجَڻُ:** م.موجودگي-هئڻ.موجود رهڻ.
**هَجوَ:** ث (ع) مذمت-ڪُوار.بدگوئي.نِندا-گلا.
**هُجُوم:** ذ (ع) ڀيڙ-مجمعو-انبوهه.
**هِجي:** ث.اُچار-تلفظ-هِج.
**هِجي ڪرڻ:** اُچارڻ-شَدمَد سان پڙهڻ.
**هِجَڻُ:** م.ڳهڻ-گهٽي ڪم سبب ٽڪجڻ.ساٽو ٿيڻ.ورچڻ.ڪهجڻ.
**هَڄ:** ص.بيزار-ڪڪ.ساٽو-ماندو.
**هَڇا:** ث (سن: هتيا) ڏوهه-گناهه-پاپ.عذاب.مصيبت.مرض-روڳ.
**هَڇا پوڻ:** مصيبت پوڻ.شامت مٿان پوڻ.
**هَڇارو:** ص.قاتل-خوني.ظالم.ڏوهي-پاپي.گنهگار.
**هِڇڪَ:** ث.لوڏو-لچڪ.ڏوڏو.
**هِڇڪَڻُ:** م.روئڻ.سُڏڪا ڀرڻ.
**هِڇڪي:** ص.هڏڪي-هڏڪوئي.لوڏو-ڏوڏو.
**هَڇَڻُ:** م.هُرڻ-دل سان لڳڻ-ڪُڪڻ.دل کي وڻڻ.
**هَڇ هُڇ:** ذ.ورجاءُ-سڳي ڳالهه واري وري چوڻ.
**هِدايَت:** ث (ع) سڌي راهه-سونهپ-رهنمائي.نصيحت-

سمجهاڻي. حڪم- امر- فرمان. ڏس- پتو- نشان.

**هدايت ڪرڻ:** نصيحت ڪرڻ- سنئين رستي تي هلائڻ. طريقو سيکارڻ.

**هدايت نامو:** ذ. هدايتن جي سمجهاڻي وارو ڪتاب.

**هُدڙي:** ث. بال سان هڪ قسم جي ٻاراتي راند- ڏڙهي راند.

**هَدَس:** ذ (ع) ساڙ- ڪينو. خصومت- وير.

**هَدَفُ:** ذ (ع) تير جو نشانو. نشان چٽڻ وارو دائرو يا ڪو نشان.

**هُدڻ:** م. لوڏڻ- تڙڻ- هڪالي ڪڍڻ.

**هُدو:** ذ. ڪنهن وظيفي وغيره پڙهڻ جو مرشد کان مليل اذن.

**هُد هُد:** ذ (ع) هڪ قسم جو پکي.

**هُدي:** ث. ڏسو "حُدي". چونگ.

**هُديون ڏيڻ:** آگر سان پيٽ يا ڪُک ۾ چوڪون ڏيڻ.

**هَديو:** ذ (ع: هَديہ) تحفو- نذرانو. ڪنهن متبرڪ شيءِ جي مله ۾ ڏنل منائيءَ جي رقم.

**هَڏ:** ظ. هرگز- مور- بلڪل. بنه.

**هَڏُ:** ذ. وڏو هڏو. هڏو. رڌل چانورن جي رهجي ويل ڪچاڻ.

**هَڏ پيڻ:** مار ڪٽ ڪرڻ. سخت سيڪت ڏيڻ.

**هَڏ ڀڳو:** ص. محنتي- جفا ڪش- اورچ.

**هَڏ پوڻ:** هري وڃڻ- عادت پئجي وڃڻ.

**هَڏ پيڙڻ:** سخت پورهيو ڪرڻ.

**هَڏ جي مار:** ث. ڳجهي مار. پئسي ڏوڪڙ جو نقصان.

**هَڏ ساهڻ:** آرس ڀڃڻ. ٿورو آرام ڪرڻ.

**هَڏ ڪُرڪڻ:** ڪهڪاءُ اچڻ- قياس ٿيڻ. ڪهلا چڻ.

**هَڏ ڳنل هئڻ:** پورهيت هئڻ. جفا ڪش هئڻ.

**هَڏ هرڻ:** تڪليف واري ڪم سان نهي وڃڻ.

**هَڏ ڏري:** ث. زوراور اُنڪي نڪ ۾ مهارو جهڻ جي ڪاٺي.

**هُڏجڻ:** م. ڊهي پوڻ- ڪري پوڻ- هيٺ ٿيڻ.

**هَڏ چَمر:** ذ. جان- جسم- جُسو.

**هَڏ چمر نہ هئڻ:** خواب ۽ خيال ۾ نہ هئڻ.

**هَڏ ڏاڍو:** ص. جفا ڪش- اورچ. اڏرڏا (چانور).

**هَڏ ڏوکي:** ص. همدرد- گهڻگهرو. قياس ڪندڙ.

**هَڏرُ:** ذ. اڏرڏو ساڳ. اڏيڪل شيءِ.

**هَڏ رَتُ:** ذ. رشتيدار- مٽ مائٽ. سڳا عزيز.

**هَڏ ڪاٺُ:** ذ. قدبت- هاڻي- جسم جي بيهڪ.

**هُڏ ڪارو:** ذ. مڙوڻ جي ٻولڻ يا ڪرڪڻ جو آواز.

**هُڏڪو:** ذ. ڪرڪو- ڪنجهڪو- چنگهہ.

**هڏڪوئي، هڏڪي:** ث. خشڪيءَ کان پيٽ مان نڪرندڙ آواز- هچڪي. ساروتي. ٽانگهہ- سڪ- چڪ.

**هُڏڪڻ:** م. ٽڙي ڏيڻ- هڏي ڏيڻ. رڙيون ڪرڻ- دانهون ڪڻ.

**هَڏ گڏ:** ذ. ننڍا وڏا هڏا. سڀئي عضوا.

**هڏ گڏ پيڻ:** سڀ عضوا ۽ سَنڌ پيڻ. ڏاڍي مار ڪڍڻ. سخت سيڪت ڏيڻ.

**هَڏ مُڏ:** ذ. چسو- اناڙي- ڏڏ.

**هَڏو:** ذ. هَڏُ- هَڏي. ٽريءَ جي هڏي.

**هڏو گڏو:** ذ. ڪن ڪچرو.

**هَڏي:** ث. ننڍڙو هڏو.

**هَڏيءَ تي هوڏ پڌڻ:** خسيس ڳالهہ تي تڪرار ڪرڻ.

**هَڏي خور:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم- لَقلَق.

**هَڏيون وڃڻ:** نالو نشان گم ٿيڻ.

**هُڏي:** ث. جهڪ- ٽڙي- چڙب. ٺنديءَ سان ڳالهائڻ. ڪاوڙ جو ڳالهاءُ. مغروري.

**هُڏي ڏيڻ:** آڏو شوخيءَ سان ڳالهائڻ- آڏو ٽڙيءَ سان ڳالهائڻ. اُتو جواب ڏيڻ.

**هُڊ:** ذ (انگ) پوش. ٽانگي، موٽر وغيره جي ڪپڙي جي ڇت.

**هذيانُ:** ذ (ع) بيماري يا بيهوشيءَ ۾ ڪيل ڳالهيون- وِڦل. بڪ بڪ.

**هَر:** ص (ف) سيڪو- هرهڪ- سڀ.

**هَرُ:** ذ. زمين کيڙڻ جو اوزار.

**هر جوٽڻ:** زمين کيڙڻ لاءِ هر ٻڌڻ.

**هر ڏيڻ:** زمين کيڙڻ. صاف صفائي ڪرڻ.

**هَرَ:** ث. يادگيري. ساروتي.

**هراسُ:** ذ (ف) ڊپ- خوف- هول. دهشت.

**هراسان:** ص. ڊنل- خوفزده.

**هراسان ڪرڻ:** ڊيڄارڻ- هيسائڻ- خوفزده ڪرڻ.

**هراسَت:** ص. مڪر- فريب- دغا. چيڙ ڇاڙ- ڇر.

**هربار:** ظ (ف) هر دفعي- پيري پيري- وري وري.

**هَرِبَر:** ث. گوڙ گهمسان- هُل. ماتم.

**هَربو:** ذ. ٽپو- ٻڌ- چال.

**هُربو:** ذ. هڪ قسم جو وڪر- ٻتي.

**هُرتڙي:** ص (جمع: هُرتڙيون) هلڪڙي- رولو- هرجائي. هُوڙهہ.

**هَرتا:** ذ. تباهہ ڪندڙ- چٽ ڪندڙ.

**هرتال:** ذ.زهر جو هڪ قسم (پسارڪي وڪر طور ڪم اچي).

**هرتالَ، هرتالِي:** ص.هڙتال ڇاڻندڙ. حرفتي. چالاڪ. مڪار.

**هُرتڙيو:** ذ.هوڏي-ضدي-هٺيلو.

**هَرجُ:** ذ(ع) نقصان-گهاٽو-ٽوٽو-خسارو.

**هرجُ پوڻُ:** نقصان پوڻ.گهاٽو پوڻ.

**هَرجاٿو:** ذ.نقصان جو عيوضو-تاوان.

**هرجاءِ:** ظ(ف) هر هنڌ-جتي ڪٿي-سڀ جڳهه تي.

**هَرجائي:** (ص) رولو-آواره گرد.

**هَر جنسَ:** ث.سڀ نمونا.سڀ قسم.

**هر حالَ:** ظ(ف) هر طرح-هر صورت-ڪنهن به طرح.

**هَر دفعي:** ظ(ف) هر ڀيري.ڀيري ڀيري سان.

**هَردلعَزيز:** ص.سڀ ڪنهن کي وڻندڙ-مقبول.

**هر دَمر:** ظ(ف) هر وقت-هر گهڙي.

**هِردو:** ذ(سن) مَن-دل-چت-خيال.

**هردو کُلڻُ:** ضمير روشن ٿيڻ.غيب ڄاڻڻ.

**هَردوئِي:** ص.ٻئي-ٻئي گڏ.

**هَرڏات:** ث.سيني ڏاتن مان گڏيل ڌاتو. يا هٿيار.

**هَرڏاتِي:** ذ.رلٺو ملٺو-سيني سان ميل جول رکندڙ.

**هر روز:** ظ(ف) روزانو-هميشه-روز روز.

**هَرڙائي:** ث.هلڪڙائي-خسيس پڻو.

**هَر سال:** ظ(ف) سال بسال.

**هَر سوءِ:** ظ.هر طرف.

**هر صورت:** ظ.ڪنهن به نموني-ڪنهن به طرح.هر حال.

**هر طرفُ:** ظ(ف) هر پاسي-سيني پاسن.چوڌس.

**هرڪاريو:** ص.سڀ ڪم ڪندڙ.هنرمند.هر ڪم ۾ پورو-هر فن مولا.

**هرڪڻُ:** م.هرڪن.

**هَرڪو:** ظ.سڀڪو-هر ماڻهو.

**هرڪُ:** ذ.ڪپڙي جو هڪ قسم-پٽيو-لٽو.

**هرڪائڻ:** م.سڪائڻ.موهڻ.حرص پيدا ڪرڻ.

**هُرڪُر:** ث.انڌ ڌنڌ-ٻُڌتي-اُلڪو-آنڌ مانڌ.

**هرڪڻُ:** م.دل سُرڪڻ-دل ٿيڻ.موهجڻ.حرص ٿيڻ.

**هرڪ هارڻ:** تمنا رکڻ.اُڪير ٿيڻ.هرڪڻ.

**هَرگاهه:** ظ.هر جڳهه-هر هنڌ-حاضر ناظر.

**هَرگز:** ظ(ف) هر حيلي-ڪڏهن به-ڀٽيءَ-بنه-مور.

**هر گهڙي:** ظ.هر وقت-هر ويلي.

**هَر لحظي:** ظ.هر وقت.

**هُرلو:** ذ. هيناهينءَ تان پاڻي اُپائي ٻنيءَ کي پهچائڻ لاءِ کائين مان نهيل ماندان.چرخو-ائٽ.

**هَر ماه:** ذ(ف) مهيني سر مهيني-هر مهيني-ماهوار.

**هُرمُجُ:** ذ.پرت جو هڪ نمونو.

**هَرمرو:** ذ.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**هَرنو:** ذ.هاتيءَ جو ٻچو-هاتي.(ڏهسنامو)

**هَرَڻُ:** ذ.بر جو مشهور جانور-غزال-آهو-مرگهه.

**هَرڻ اکي:** ص.هرڻ جهڙين اکين واري-مرگهه نيني-آهو چشم.

**هَرڻ هماءُ:** ذ.هڪ خيالي پکي هُماء. جيڪو متي آسمان ۾ اڏامي ۽ زمين تي ڪو نه لهي.

**هَرڻُ:** م.عادي ٿيڻ-هيرپوڻ-مانوس ٿيڻ.هري مري وڃڻ.

**هُرَڻُ:** م. ڪا ڳالهه دل تي ڦرڻ (پر ياد نه اچڻ)-ڪڪڻ.ياد نه اچڻ (پر دل سان لڳڻ).

**هَرڻي:** ث.هرڻ جي مادي.

**هَرو:** ص.ٻسيل-آلو.چڪيل(ڦٽ).

**هَرويَرو:** ظ.خوامخواه-بنا سبب جي-راڳناه.

**هَروٽو:** ذ.هَر جي اهااُپي ڪاٺي، جنهن جي هيٺئين پاسي چوني پوي ۽ مٿئين پاسي جهلڻ جو مُنيو هجي.

**هَره، هَرنه:** ث.هر جي ڊگهي ڪاٺي (جيڪا پاڃاري سان ٻڌل هوندي آهي ۽ اُن جي مُنڍ کي جهلي هر ڪاهبو آهي).

**هَر هَرَ:** ظ.وري وري-ڀيري ڀيري-ذري ذري-گهڙي گهڙي.

**هَرهڪُ:** ص(ف) هڪ هڪ-هڪڙو هڪڙو-هر ماڻهو.

**هَري:** ظ.آهستي-ڍيري-ڍرو.

**هَري هَري:** ظ.آهستي آهستي-ڍيرج سان.

**هَرِي:** ذ(سن) هندن جو اوتار-ايشور-برهما.

**هُريائي:** ث.لاپرواهي.ترڙائي.

**هَريڙَ:** ث.هڪ قسم جو پسار ڪو وکر.

**هريو:** ص.سائو-سرسبز-آباد.آلو-پنل-ٻسيل.(ث.هَري).

**هَريو ڀَريو:** ص.سائو ستابو-آسودو-خوشحال.

**هُريو هُريو ڪرڻ:** ٻوڪ تان پکين کي اُڏارڻ لاءِ "هُريو هريو" ڪرڻ. هڪلون ڪرڻ. چيڙائڻ. خواري ڪرڻ.مشهور ڪرڻ.

**هَڙَ:** ث. ڪپڙي وغيره ۾ ٻڌل ڳنڍ.بُجڪي-پَري.پوتجي-موڙي.

هڙ پلئه پوڻ: حاصل ٿيڻ- لاڀ پوڻ.

هڙ ڪوسي ڪرڻ: مال هٿ ڪرڻ. نفعو حاصل ٿيڻ.

هڙ مُوڙي: ث. سڀ ڪجھ- سيوئي- سمورو.

هڙان وڙان: ظ. پنهنجي ڪيسي مان ۽ ٻين ڪان وٺي ڪيل مدد- مالي ۽ اخلاقي مدد.

هڙباٺ: ث. جاڙي- ڪاڏي ۽ وارو هڏو (جنهن مر ڏند پچي بيهن).

هڙٻانيون نڪرڻ: ڳري ڪندا ٿيڻ. منهن يا جسم جو ماس روڙ جي وڃڻ. بدن جا هڏا ظاهر ٿيڻ.

هڙبڙ: ث. گھبراهٽ- پريشاني. وائڙائي. بدحواسي. تڙتڪڙ. جلدبازي.

هڙ بڙائڻ: م. تڪڙ ڪرڻ- وٺ پڪڙ ڪرڻ.

هڙبو: ذ. پاڻي ۾ هنيل ٽٻي- غوطو.

هڙتال: ث. هٿ تاڙ- احتجاج جي اسٽرائيڪ.

هڙتالي: ص. هڙتال ڪندڙ. ٻڪ هڙتال تي ويٺل.

هڙپُ: ذ. ڳرنهڳيهڻ- هپو. ڳيت.

هڙپ ڪرڻ: ڳيهي وڃڻ. کائي وڃڻ. هضم ڪرڻ. غبن ڪرڻ.

هڙپي: ث. چمڙي يا ڪپڙي جي خرزين.

هڙپيل: ص. سڀ کائي ويندڙ. امانت ۾ خيانت ڪندڙ.

هُڙچڙ: ث. ڦٿڪو- بي آرامي. لوچ پوچ. چڙواڳي.

هُڙڪَ: ث. ڏڪڻي (ٿڌڪان).

هُڙڪڻ: م. ڏڪڻ- تڙڪڻ. ٿڌ يا سيءَ ۾ ڏڪڻ. بيماريءَ ۾ ڪمزوري يا بخار سبب چنگهڻ.

هُڙهي، هُڙي: ث. ننڍو جهنگ. رک ڪيل جهنگ (جنهن ۾ ون هجن).

هُڙيو، هُڙهيو: ذ. هڪ قسم جو ٻڪي.

هَزارُ: ذ (ف) ڏهسئو- سهس.

هَزار بار: ص. ڪئين ڀيرا- انيڪ دفعا.

هَزاري: ص. هزار جي مُله وارو- نهايت قيمتي. فوج ۾ هڪ هزار سپاهين مٿان عملدار.

هَزارين: ظ. هزارن جي تعداد ۾- بي شمار- لاتعداد- سهسين.

هزارين حيلا ڪرڻ: سرتوڙ ڪوشش ڪرڻ.

هَزَلُ: ذ (ع) اڻڳنگي ڳالھ. بيهودگي. ٺٺول. فحش مضمون وارو ڪلام.

هَزل گوئي: ث. ٺٺول وارو ڪلام.

هَزيمَت: ث (ع) شڪست- هار. ڀاڄ.

هَسُ: ذ. ٻچي ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (چانديءَ جو وڏو ڪڙولو).

هِسُ: ث. تڪبر- هٺ- غرور. عقل- هوش.

هَست: ذ (ف) هو آهي- هئڻ. هستي- وجود. زندگي. ڪائنات.

هَست رنگي: ث (ف: هشت رنگي) گهڻن رنگن واري. گهڻن رُوپن واري. ناز نخرا ڪندڙ (عورت). چالاڪ عورت. بد چال.

هَستي: ث (ف) وجود. قيام- موجودگي. حياتي- زندگي. موجودات. مخلوقات. مجال- وس. طاقت.

هَستي جاودان: ث. هميشه واري زندگي- ابدي حيات.

هَستي مَستي: ث. هئڻ جي مستي- برتريءَ جو احساس.

هسٽري: ث. (انگ) تاريخ- علم تاريخ. حالت.

هسٽري شيٽر: ذ (انگ) وڏو ڏوهاري.

هسٽيريا: ذ (انگ) دؤري پوڻ جي هڪ زناني بيماري- اختناق الرحم.

هَسلي: ث. ٻچيءَ وارو هڏو. ٻچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

هَسو: ذ. ترَوانگر جسم تي اُڀريل ڪاري ڳوڙهي (ترڪان وڏي).

هَسوارُ: ذ. سوار. گهوڙي سوار.

هُش: ث (ف) ڪتي ٻلي کي هڪلڻ جو آواز.

هُش ۾ خوش ٿيڻ: بيعزتيءَ ۾ به خوش ٿيڻ.

هَشاشُ: ص (ع) خوش- سرهو. شاد.

هَشاش بشاش: ذ. خوش- سرهو- چڱو ڀلو- تندرست.

هَشامُ: ذ. انبوهه- هجوم.

هُشائڻ: م. ويهارڻ (اُٺ)- جهڪائڻ (اُٺ).

هَشت: ذ (ف) اَٺَ (عدد).

هشت پهلو: ص. اٺ ڪنڊو.

هُشڪارڻ: م. ٻَچ ڪرائڻ (ڪتي جي).

هُشناڪُ: ص. خبردار- چالاڪ. هوشيار.

هُشناڪي: ث. خبرداري. سمجھ سوچ. هوشياري.

هُشي: ث. چُرچ- حرڪت. چاڙهه- تيڪر. ٻَچ.

هُشيءَ تي لڳڻ: ٻئي جي چون تي هلڻ- ورغلائجي وڃڻ.

هُشي ڏيڻ: تيڪر ڏيئي ٻچ ڪرائڻ. تيڪو ڏيڻ.

هُشيارُ: ص. خبردار- ڏاهو- سمجهو.

هُشياري: ث. خبرداري- ڏاهپ- سياڻپ.

هَضَمُ: ذ (ع) هضم ٿيڻ جي سگهه- هاضمو. پيٽ ۾ کاڌو ڳرڻ جي حالت.

هضم ٿيڻ: کاڌو جيرڻ. پيٽ ۾ ڳرڻ.

هضم ڪرڻ: پرايو مال کائي وڃڻ. غبن ڪرڻ.

هَضمي: ص. هاضمو وڌائيندڙ- هاضمي وارو- هاضم.

هَفتُ: (ف) ست (عدد).

**هَفت اَقلِيم**: ذ. ست کنڊ. ست بادشاهتون. ست ملڪ (قديم دور جون بادشاهتون: عرب، ايران، تُوران، هند، چين، مصر، يونان).

**هفت روزه**: ص. هفتيوار– هر هفتي.

**هفت زبان**: ص. ست ٻوليون ڄاڻندڙ.

**هَفتو**: ذ. ست ڏينهن– ستن ڏينهن جو عرصو.

**هفتيوار**: ظ. هر هفتي– ستين ستين ڏينهن.

**هُقَ**: ث. سَهڪو– وڏا ساهه کڻڻ. دم. اُبس.

**هُقِجَڻُ**: م. سَهڪڻ. ساهه ير جي ٻوڻ (ڊوڙڻ يا دم جي بيماريءَ ۾).

**هڪَ**: ث. سڌ– چِڪَ– تانگهه. سِڪَ– اُڪير. ٻياس– اُساٽ.

**هَڪُ پَلجَڻُ**: خواهش ختم ٿيڻ– سِڪ يا خيال لهي وڃڻ.

**هِڪُ**: ص (سن) واحد– يڪ. اڪيلو. ڳاڻيٽي جو عدد (1). ايڪو.

**هڪ اک سان ڏسڻ**: سڀني ٔسان هڪجهڙي هلت ڪرڻ.

**هڪ ٿيڻ**: گڏجڻ– ٻڌي ڪرڻ. يڪمشت ٿيڻ. اتحاد ڪرڻ.

**هڪ پير تي نچڻ**: ضد ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ.

**هڪ جي ٻِي چوڻ**: اُبتو جواب ڏين.

**هڪ ڪرڻ**: برابر ڪرڻ– مَٽ ڪرڻ. گڏائڻ. مِلائڻ.

**هڪ مَٿو ڪرڻ**: پاسيرو ڪرڻ– گوشائتو ڪرڻ.

**هُڪَ**: ث. حسد– ساڙ– بغض– ڪينو.

**هُڪُ**: ذ (انگ) لوهي ڪُنڊو (ڪپڙن وغيره ٽنگڻ لاءِ). ٻُلٽ (دروازي جو).

**هَڪالڻ**: م. لوڏڻ– لوڏي ڪڍي ڇڏڻ. ڌڪا ڏيئي ڪڍڻ.

**هڪ ڀيرو**: ظ. هڪ دفعو. اوچتو.

**هِڪ تَڪَ**: ظ. گهور وجهي ڏسڻ– لاڳيتو ڏسندو رهڻ. نظر ڪُپائي اک ڇنڀڻ کان سواءِ ڏسڻ. نشاني تي پورو– ٺُڪ.

**هڪ ٿالهو**: ظ. هڪدم– جهٽ پٽ– فوراً.

**هڪ پاسيرو**: ظ. هڪڙي پاسي تي. گوشائتو.

**هڪجهڙائي**: ث. ساڳيائي– مشابهت. برابري.

**هڪجهڙو**: ص. ساڳيو– هوبهو. مشابهت رکندڙ.

**هڪَ جيڏائي**: ث. هم عمري.

**هڪَ جيڏو**: ص. هم عمر. سَرتو– جيسُ. دوست.

**هڪدل**: ص. خبرداريءَ سان– يَڪمنو.

**هَڪدَم**: ظ (ف) يڪدم– جهٽ پٽ– ٺرت. اوچتو– اچانڪ.

**هڪ ڏَڙو**: ظ. مسلسل– لاڳيتو.

**هڪ رَقمِي**: ذ. حسابن جو هڪ قسم.

**هَڪَڙُ**: ص. ڳالهائڻ ۾ هٻڪندڙ– ٻتڙ. ٻاتو.

**هَڪڙائڻ**: م. هٻڪڻ. ٻاتائڻ. ٻاتو ڳالهائڻ.

**هڪڙو**: ص. هڪ– واحد. اڪيلو– ڇڙو (ث. هڪڙي).

**هڪڙي تَند**: ث. هڪ ئي پُٽ– اڪيلو پُٽ.

**هڪ سار**: ظ. لاڳيتو– مسلسل. يڪساهي.

**هڪ سُخنو**: ص. هڪ ڳالهه وارو– هڪ زبانو– اُنجام جو سچو.

**هِڪَ ڪَرو**: ص. هڪجهڙو. سدائين هڪجهڙو– ساڳيو (وهڪرو، حالُ).

**هِڪَ ڪَنو**: ص. ڏيان سان (ٻڌڻ).

**هَڪَ ڳالهه**: ث. پڪي ڳالهه. پڪو واعدو. مقرر ملهه.

**هَڪَلَ**: ث. سڏ. پڪار. زور سان سڏ جو آواز. للڪار. وهٽ وغيره کي هڪلڻ لاءِ ٽڙ.

**هڪل ڪرڻ**: خبردار ڪرڻ لاءِ سڏڻ يا آواز ڏيڻ. زور سان سڏ ڪرڻ.

**هِڪ لَس**: ظ. بنا هَٽڪ جي– سِڌو.

**هڪ لَڙهو**: ذ. هڪڙي لڙهي يا سَرو وارو هار– هِڪ سَرو.

**هَڪلڻ**: م. هڪل ڏيڻ (وهٽ کي). تکو ٻند ڪرڻ. تيز هلائڻ. ڊوڙائڻ. ڀڄائڻ (مکيون).

**هَڪلو**: ص. جنهن جي زبان ۾ اٽڪاءُ هجي (۽ ڪنهن لفظ يا اکر تي اٽڪندو هجي).

**هڪ مُٺ**: ص. گڏ– ٻڌيءَ ۾– يڪمُشت.

**هَڪَم**: ذ. ٺڪل مڇيءَ جو هڪ قسم– سانو.

**هڪ مَهلو**: ظ. هڪڙي وقت تي– هڪ ٽائي

**هَڪَڻ**: م. نظر هڻڻ. پاراتو ڏيڻ. ڪُرڪڻ.

**هِڪو**: ص. هڪڙو– هڪ. (ث. هڪي).

**هَڪائي**: ث. هيڪڙائي.

**هَڪو ٻڪو**: ص. حيران– وائڙو. بدحواس.

**هڪُونو**: ص. هڪ سرو. هڪڙو تَهه (ڪپڙي وغيره جو).

**هَڪ هَٽي**: ث. هڪڙو ئي اگهه (دڪاندارن جو).

**هِڪي**: ث. نِڙي– نِڪي.

**هَڪيو**: ص. حاضر– موجود. تيار.

**هَڪيو تَڪيو**: ص. هڪ مقرر ماڳ تي موجود.

**هُڳاءُ**: ذ. سڳنڌ– سُرهاڻ– خوشبو. آواز– پڙلاءُ.

**هگ**: ذ. هڪ قسم جو ٻسار ڪووڪر.

**هُلُ**: ذ. گوڙ– شور– ڌمچر– غوغاءُ. واڪو واڪا.

**هُل حشر:** ذ.گوڙگهمسان.واويلا.ٻاٽيتال.هنبس.

**هُل ڪرڻ:** گوڙ ڪرڻ- لڙ ڪرڻ.

**هُل هنگامو:** ذ.گوڙگهمسان- ڏمچرڊچو.

**هُلاچو، هُلچو:** ذ.گوڙ- غوغاءُ.پڙلاءُ.

**هُلاسُ:** ذ.مزو- لطف.خوشي- فرحت.

**هَلاڪُ:** ذ(ع) موت.تباهي.

**هلاڪُ ڪرڻ:** مارڻ- قتل ڪرڻ.

**هلاڪَت:** ث(ع) فنا.موت.

**هَلاڪُ:** ص(ع.هَلاڪ) فنا.ڪهيل- ٿڪل.بيزار.ورتل- خفي.

**هلاڪ ٿيڻ:** ورچڻ- ڪهجڻ- ٿڪجڻ.بيزار ٿيڻ- خفي ٿيڻ.

**هَلاڪي:** ث.بيزاري.دقت- تڪليف.خنو.پورهيو.محنت.جفاڪشي.

**هِلالُ:** ذ(ع) پهرين تاريخ جو چنڊ.

**هِلال اَحمر:** ذ. مريضن جي سار سنڀال ڪندڙ انجمن- ريڊ ڪراس سوسائٽي.

**هِلالي:** ص.پهرين تاريخ جي چنڊ جهڙو.

**هَلان:** ث.اوچتو حملو- ڪاهه- چڙهائي.جُلهه.

**هلان ڪرڻ:** ڪاهه ڪرڻ- چڙهائي ڪرڻ.

**هَلانو:** ذ.مرڻ جو وقت- لاڏاڻو- سڪرات.

**هَلاوَت:** ث.تڪليف- هلاڪت.

**هَلاهِل:** ذ(ع) هڪ قسم جو قاتل زهر (جنهن جو ڪو به علاج نه ٿي سگهي).

**هَلاءُ:** ذ.وڪرو.سودو.رواج- رسم.

**هَلائڻُ:** م. حرڪت ڏيڻ- چورڻ. هڪلڻ. جاري ڪرڻ. هٿڻ (بندوق).شروع ڪرڻ.لوڏڻ- جنبش ڏيڻ.پنڌ ڪرائڻ.

**هُلائڻ:** م.پڌرو ڪرڻ- مشهور ڪرڻ.

**هَل پَل:** ث.چڱائي- ڀلائي- نيڪي.

**هَلتَ:** ث.چال- روش.رواج- رسم- ريت.رويو.

**هلت ڪرڻ:** جُٺ ڪرڻ- تعدي ڪرڻ.

**هلت چلت:** ث.چال چلت.هلڻي چلڻي.افعال.

**هَلتُ:** ذ.نار يا هر لي جو سمورو سامان.سامان سڙو- تيڙ تاڙي.

**هَلتَ هلڻ:** ڪم ڪار هلڻ.روزگار هلڻ.گهر جو سَنجت ٿيندو رهڻ.

**هَلت سَلت:** ذ.ڳانڍاپا- واسطا- لڳ لاڳاپا.

**هَلچَل:** ث. ڀاڄ- ڀڄ ڊوڙ. دنگو فساد. افراتفري. حڪومت جي خلاف تحريڪ.

**هَلرَ:** ث.پوک جي وَلِ (سنگن) مان اَن ڌار ڪرڻ لاءِ ڏڳن جي لتاڙ- ڳاهه.

**هَلر بدڻ:** گهڻي اچ وچ ڪرڻ.ذري ذري اچڻ.

**هَلر هُلو ڪرڻ:** واهر ڪرڻ.جوش جاڳائڻ.

**هَلر وهائڻ:** ڳاهه ڪرڻ.

**هلڙو:** ص.ڊرو- ليڙو- ڦلهڙو.

**هَلڪائي:** ث.هلڪڙائي.وزن جي ٿورائي.

**هلڪائي ڪرڻ:** وزن گهٽ ڪرڻ.بار لاهڻ.آسان ڪرڻ.

**هَلڪو:** ص. گهٽ وزن وارو. گهٽ قيمت وارو- سستو. هلڪي طبيعت وارو- ترڙو. ڪم ظرف. ذليل. خسيس. حقير. ڪمزور- هيڻو.ناموزون.خفيف(ڏک)- اُچاترو.

**هلڪو ٿيڻ:** باريريءَ ڪان آجو ٿيڻ.

**هَلڪو ٿي اچڻ:** جهنگ جو خيال لاهي اچڻ. ڪم پورو ڪري اچڻ.

**هلڪڙائي:** ث.ترڙائي.نيچ پڻو.ڪميڻپ.

**هلڪڙو ٿيڻ:** اُبهرو ٿيڻ.ترڙو ٿيڻ.

**هَلڪي طبيعت:** ث.سفلائي- بيهودگي.بيوقوفي.

**هَلندي:** ث.طاقت- پڄت- رسائي.پهچ- دسترس.

**هلندي پڄندي:** ث.طاقت ءُ اختيار- وس ءُ پهچ.

**هَلڻ:** م. چُرڻ- رڙهڻ. حرڪت ڪرڻ. وڃڻ- روانو ٿيڻ. پنڌ ڪرڻ- سفر ڪرڻ. جاري ٿيڻ. وهڻ (پاڻي). مرڻ. رائج ٿيڻ. وڪامڻ.چٽڻ (بندوق).

**هَلڻ ٿلڻ:** موهيندڙ انداز ۾ هلڻ- خوش رفتاري.

**هليو اچڻ:** لاڳيتو رائج رهڻ.رواج ۾ هجڻ. سلسلو قائم رهڻ. حملي لاءِ اچڻ.بي ڊپو اچڻ.

**هليو وڃڻ:** روانو ٿيڻ- موڪلائڻ.ختم ٿي وڃڻ.

**هُلڻُ:** م.هُلي وڃڻ- مشهور ٿيڻ.پکڙجي وڃڻ (واقعو يا افواه).

**هَلڻ مَلهڻ:** م.هلي پاڻ ملهائڻ (ڪنهن مقابلي ۾).

**هَلڻي:** ث.هلڻ جو نمونو- چال.رفتار.

**هَلو مَلهو:** ذ.همت افزائي.پٺڀرائي.

**هَلي مَلهي ڪرڻ:** اچي مچي ڪرڻ- مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ.

**هُلو:** ذ.تڪڙو ساهه- هُڦ- هانپارو.

**هُلو لڳڻ:** سهڪي ٿيڻ.سخت گرمي ءُ سبب گهٽي اچ لڳڻ.

**هُلوان:** ذ.ڳاڙهي رنگ جو ڪبڙو- ريٽو.نندي ڇيلي جو گوشت.

**هَلويُون:** ث.اُٺ جي سينگار جا ڳهه ءُ ساز.

**هَلهَل:** ث.هل هلان.لوڏو- جنبش- چرپر.

**هَلِي چَلِي:** ث. هلت چلت. ريت روش. رسم رواج. وهنوار (شادي مُراديءَجو).

**هَليلا:** ذ. ڇُوهارا- ڪتل- ڪَرڪون.

**هَم:** ذ (ف) ساڻ- گڏ. خواه. ساڳيو. هوبهو.

**هَم آغوش:** ص. بغلگير- ياڪرپائڻ. ياڪرم.

**هم آهنگ:** ص. هڪجهڙوآواز- ڳائڻ ۾ هڪڙوئي يڪوآواز. همآواز.

**هَم انداز:** ص. ساڳئي وزن وارو- ساڳيءَ ماپ وارو

**هَمُ:** ذ(ع) اوسيئڙو. ڳڻتي- فڪر.

**هَم غم:** ذ. فڪرءِ انديشا. غمءِ ڳڻتيون.

**هُما:** ذ (ف) هڪ قسم جو خيالي پکي (جيڪو سدائين اڏامندو رهندو آهي. چون ٿا تہ جنهن ماڻهوءَ تي ان جو پاڇو پوي، اهو بادشاه ٿيندو).

**هَماليہ، هِماليہ:** اسم خاص (سن) برف سان ڍڪيل مشهور جبل (جيڪو سڀني دنيا جي جبلن کان اُوچو آهي).

**هِمامُ:** ذ(ف) اُکرو. لوهي اُکرو.

**هِمام دَستو:** ذ. لوهي اکرو مهرو.

**هُمام:** ذ. قومي سردار. مرشد- گُرو.

**هُمايُون:** ص. بختاور- سدورو. فتحمند- سوڀارو. (اسم خاص) مغل گهراڻي جو هڪ مشهور بادشاه.

**هَمبستري:** ث. عورت سان گڏ سمهڻ- جماع.

**هِمَٿائڻُ، هِمٿائڻ:** م. هَمت ڏيارڻ. زور وٺائڻ. ڀنيرائي ڪرڻ- دل ڏيارڻ.

**هَم تَم:** ث. خيال- ويچار.

**هِمَٿَ:** ث(ع) طاقت- سگهہ. توفيق. ڀهچ- پڇندي. دليري- جرائت.

**هِمَٿ ڪرڻ:** دليري ڪرڻ. بهادري ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**هِمَٿ هارڻ:** بزدل ٿيڻ. بي دليو ٿيڻ.

**هِمَٿ ڀريو:** ص. جرئتمند. دلير. طاقتور.

**هَم پايہ:** ص(ف) ساڳئي رتبي جو- برابر (عهدي يا حيثيت ۾).

**هَم پيشہ:** ص(ف) ساڳئي ڌنڌي وارو- حريف.

**هَم جماعت:** ص(ف) ساڳئي ڪلاس يا درجي ۾ پڙهندڙ. ساڳيءَ جماعت جو (ميمبر).

**هَمجِنس:** ص. ساڳيءَ جنس جو. ساڳئي قسم جو.

**هَمچورَس:** ص. چارئي هڪجهڙا پاسا.

**هَمدَردُ:** ص(ف) ڏک سک جو ساٿي. غمخوار- ڏک ڀائي. گهڻگهرو.

**هَمدَردِي:** ث. غمخواري. دردوَندي. ڀلائي.

**هَمدَم:** ص(ف) دوست- يار. رفيق- ساٿي.

**هَمذات:** ص(ف) ساڳيءَ قوم يا ذات جو.

**هَمرازُ:** ص(ف) حال ڀائي- حال محرم. رازدان.

**هَمراهُ:** ص(ف) گڏ هلندڙ. ساٿي- رفيق. ٻيلي. حامي. واهرو.

**هَمراهِي:** ث(ف) مدد. ساٿ. واهر. ڀنيرائي.

**هَمرَڪابَ:** ص (ف) سوار سان گڏ هلندڙ- ڪنجڪي. سواريءَ سان گڏ هلندڙ. همسفر. همراه.

**هَم رنگ:** ص. ساڳئي رنگ وارو. هم خيال.

**هَمزادُ:** ذ (ف) گڏ ڄاول. ڄاڙو. هم عمر. اُهو جِنُ يا فرشتو جيڪو ڪنهن ماڻهو سان گڏ پيدا ٿيو هجيءِ سڀ ڄماران سان گڏ رهي.

**هَمزِبان:** ص(ف) هڪ آواز- هڪ زِبان. متفق. تائيد ڪندڙ.

**هَمزو:** ذ(ع) "الف" جي ٻي صورت، جيڪا لفظ ۾ وچ ۾ اچي (ءُ، ئ).

**هَم ساز:** ص. يڪراءِ- هڪ صلاح.

**هَمسائِگي:** ث(ف) پاڙو- پاڙي جي ويجهائي.

**هَمسايہ:** ص(ف) پاڙيسري. پاسي وارو گهر. ڀر سان رهندڙ.

**هَمسَر:** ص. جوڙ جيس- ڀيچي- برابر- مَٽ.

**هَمسَرِي:** ث(ف) برابري. هڪجهڙائي- مساوات.

**هَمسَفر:** ص. گڏ مسافري ڪندڙ. ساٿي.

**هَمشڪل:** ث(ف) ساڳيءَ صورت وارو- هڪجهڙي شڪل.

**هَمشِيره:** ث (ف) ڀيڻ (جنهن هڪ ئي ماءُ جو کير ڌاتو هجي)- سڳي ڀيڻ.

**هَمعَصر:** ص(ف) ساڳئي وقت جو- ساڳئي زماني يا دور جو.

**هَمعُمِر:** ص(ف) ساڳيءَ عمر جو- هڪ جيڏو.

**هَمقَدم:** ص(ف) ساٿي- رفيق- همراه.

**هَم قلمُ:** ص (ف) ساڳئي قلم يا پيشي سان تعلق رکندڙ- مصنف- اديب.

**هَم قوم:** ص(ف) ساڳيءَ قوم جو. هڪڙي قوم جو.

**هَم ڪَلامُ:** ص(ف) گفتگو ڪندڙ.

**هم ڪلامي:** ث. گفتگو- ڳالهہ ٻولهہ.

**هَم مَذهبُ:** ص. ساڳيو مذهب رکندڙ. هڪڙيءَ عقيدي وارو.

**هَم معنيٰ:** ص. ساڳيءَ معني وارو.

**هَم نامُ:** ص. ساڳئي نالي وارو.

**هم نشين:** ص(ف) گڏ ويهندڙ. دوست. ساٿي.

**هَمنَوا:** ص(ف) گڏ ڳائيندڙ- گڏ جي ڳائيندڙ.

**هَموارُ:** ص(ف) سڌو (پٽ)- سَندريل (زمين).

**همِوار ڪرڻ:** سندرڻ- ليول ڪرڻ- لَسو ڪرڻ.

**هَموَطنُ:** ص. ساڳئي وطن جو.

**هَموزَنُ:** ص (ف) ساڳيءَ تور وارو- هڪ جيترو.

**هَمہ:** ظ (ف) سڀ- ڪُل. سمورو- جملي.

**هَمہ اوست:** ذ (ع) "سڀ ڪجھ هُو آهي"- تصوف جو وحدة الوجود وارو نظريو.

**همہ داني:** ث. هرڳالھ جي ڄاڻ.

**هَمِئُون:** ظ. هميشہ- سدائين. اڪثر- گھڻو ڪري.

**هَميا:** ث. احسان- مهرباني- وَڙ.

**هميائي:** ث (ف) اھا ڳوٿري جنهن ۾ رپيا وغيره وجھي چيلھ سان ٻڌي ڇڏجي.

**هَميرُ:** اسم خاص. سومرا گهراڻي جو مشهور حاڪم "همير سومرو". (ص) امير. پهلوان- سورهيہ.

**هَميشگي:** ث (ف) سدائين هجڻ واري حالت- دوام. قيام. بقا.

**هَميشہ:** ظ (ف) سدا- سدائين- دائم. جڏهن ڪڏهن.

**هِنَ:** ض. اِنَ- انهيءَ.

**هِن سال:** ظ. هلندڙ سال ۾- هلندڙ وقت ۾.

**هُنَ:** ض. هُو- اُهو. اُنهيءَ

**هَنبسُ:** ذ. هُل- گوڙ. ڏمچر. گوڙ گھمسان.

**هَنبسَ هڻڻُ:** ڏمچر مچائڻ- گوڙ ڪرڻ.

**هَنبسَ ڦوسڙيو:** ص. اُبھرو- اتڙو. تَرڙو.

**هَنبَسڙا:** ذ. "ماتا" وانگر چمڙي جي هڪ بيماري.

**هَنبوچِي، هَنبوشِي:** ث. دهل ۽ شرناء جي تار تي هڪ قسم جو ناچ.

**هنبوچِيون هڻڻُ:** خوشيءَ ۾ نچڻ ٽپڻ.

**هَنياري:** ث (ع: عماري) هاٿيءَ تي رکڻ جي هَودي (جنهن ۾ ماڻهو ويهن)- پالڪي.

**هَنياري رسڻ:** وڏي درجي کي پهچڻ.

**هَنيِي:** ث. ديگ رڌڻ لاءِ ڪاٺ جي وڏي ڏوئي- آنيي.

**هَنتَر:** ذ (انگ) چهبڪ- ڪَوڙو.

**هَنجو:** ذ. هڪ پسار ڪو وکر. ٻيڙيءَ جي سڙھ جو ڪپڙو.

**هَنج، هَنجھ:** ث. گود- جهولي. آغوش.

**هَنجھ:** ذ. هڪ قسم جو ڊانديءِ پکي.

**هَنجَهر:** ث. هڪ قسم جو ڊانديءِ پکي.

**هَنجَهر پيرو:** ذ. لسوءِ تراڪڙو سُنب.

**هَنجُهون:** ث. لڙڪ- ڳوڙھا.

**هنجهون هارڻ:** ڳوڙھا ڳاڙڻ- لڙڪ وهائڻ. روئڻ- ڏک ڪرڻ.

**هِندُ:** اسم خاص. هندوستان- ڀارت.

**هِندي:** ص. "هند" جو رهاڪو. (ث) "ڀارت" جي قومي ٻولي.

**هنداٿو:** ذ. ڇانهين.

**هندستان:** ذ. "هندو" قوم جو ملڪ- هند- ڀارت.

**هندستاني:** ص. هندستان جو- هندي.

**هِندسہ:** ذ. "انگن" جو علم. جاميٽريءِ رياضيءَ جو علم.

**هندڪو:** ص. هندن جو- هندن وارو. هندستان سان نسبت رکندڙ.

**هندڪو:** ث. پاڪستان جي اترين علائقن (ڪافرستان وغيره) ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻولي.

**هِندُو:** ذ. "هند" جو رهاڪو. (ص) ڪارو (ماڻهو). (ث. هِندواڻي).

**هندورو:** ذ. پينگهو- جُهولو.

**هندورن ۾ لُڏڻُ:** عيش ڪرڻ- مزا ماڻڻ.

**هَنڌُ:** ذ. جاءِ- مقرر جاءِ. آستانو- نه ماٺو- ماڳ. گهر. بيٺڪ. ٽٽ يا پٽ تي وڇائڻ جو بسترو.

**هَنڌ ٽپڙ:** ذ. سامان سڙو- گهر جو سامان.

**هَنڌان:** ظ. ان هنڌ کان- ان ماڳ کان.

**هَنڌائتو:** ص. پوري هنڌ تي- صحيح جاءِ تي. ٺانيڪو.

**هنڌين ماڳين:** ظ. جتي ڪٿي- هر هنڌ.

**هنڊڪو:** ذ. ماٺو- انگل- ناز نخرو.

**هنڊول:** ذ. هڪ راڳ جو نالو. پکيءَ جو هڪ قسم.

**هَنڊَ:** ث. مڇيءَ مارڻ لاءِ تلاءَ ۾ وڌل ڄار.

**هَنڊائڻُ:** م. چوڙڻ (ڪپڙو). پائڻ- پهرن (وڳو). سيبائڻ (دل ڪي). استعمال ڪرڻ (دل سان). عمل ڪرڻ. تپاس ڪرڻ (دل ۾).

**هنڊڙو:** ص. جامڙو- بندرو.

**هَنڊو:** ذ. هڪ قسم جو ٿانءُ (وڏي هنڊي).

**هَنڊي:** ث. ننڍو هنڊو- هڪ قسم جي ديگڙي.

**هَنڊي پاٽ ڏار ڪرڻ:** جداٽيڻ- ڏارٽيڻ.

**هُنڊي:** ث. رڪيل ڏراوت يا واپاري رقم جي ادائگيءَ لاءِ ڏنل خاص چٺي (جنهن ۾ رقم جي انگ ۽ وٺڻ واري جي نالي اختيار ڏنل هوندو آهي)- چيڪ.

**هُنَرُ:** ذ (ف) ڪنهن ڪم ۽ فن جي ڄاڻ. مهارت. ڪاريگري. هٿ جو ڀورهيو.

**هُنرمندُ:** ص. ڪاريگر. ماهر ڪاريگر. ڀورهيت.

**هنرمندي:** ث. ڪاريگري- مهارت.

**هُنري:** ص.هنروارو.هنرمند.

**هُنري اسڪول:** ذ. جو ڪرين کي سلائي ڪڙهائيءَ سيکارڻ جو اسڪول.

**هَنگارڻ:** م.ڪاهي هلڻ- وني وڃڻ- هڪلڻ.

**هَنگامو:** ذ (ف) هجوم- پيڙ.انبوه- ماڻهن جو ميڙ.شور- هل. جهيڙو- فساد.وڳوڙ.

**هنگامو ڪرڻ:** گوڙگهمسان ڪرڻ.فساد ڪرڻ.وڳوڙ مچائڻ.

**هَنگائڻُ:** م.پاخانو ڪرائڻ.تنگ ڪرڻ.

**هَنگ ترڪان:** ث.تڪڙ- تڙتڪڙ.ابهرائي.لوچ پوچ- بي آرامي.

**هِنگلاجُ:** اسم خاص.لس ٻيلي (بلوچستان) ۾ نانيءَ جبل ۾ جوڳ وارن فقيرن جي جاترا.

**هنگلو:** ذ.سينڌُر- شنگرف.

**هِنگلور:** اسم خاص.هنگلاج.

**هَنگڻُ:** م.ٿورو ڪرڻ- پاخانو ڪرڻ.آن ميجڻ.

**هنگڻو:** ص.ڏڄڻو- بزدل.گيدي.

**هنگي ڏيڻ:** ڏڄڻ.مجبور ٿيڻ.هارائڻ.شڪست کائڻ.

**هَنو:** ذ (ع) گهوڙي جو هڪ سنج- گهوڙي تي سواري لاءِ ڪاٺ جو چمڙو چڙهيل چوڪنڪو (جنهن تي سوار سولو ويهي سگهي).

**هَنود:** ص.بيحيا- بيشرم.

**هُنوز:** ظ (ف) ايجا- هن وقت تائين.

**هُنومانُ:** اسم خاص. هندن جو هڪ ديوتا (جنهن سيتا کي هٿ ڪرڻ ۾ رام جي مدد ڪئي هئي).

**هنهان:** ظ.هن ڪان.

**هُنهَنِين:** ذ.خوامخواه- اجايو- ائين ئي.

**هَني مُون:** ذ (انگ) شاديءَ کان پوءِ گهوٽ ڪنوار جو گهمڻ ڦرڻ وارو مهينو.

**هنيون، هينئون:** ذ.دل- قلب- مَن.

**هنيون پرچڻ:** روئڻهار ڪو ٿيڻ.اوچتو صدمو رسڻ.

**هنيون ڦاٽڻ:** بي انتها ڊپ ٿيڻ.

**هنيون لاهڻ:** بي همت ٿيڻ- مڙسي ڇڏڻ.دل لاهڻ.

**هنيون هٿيڪو ڪرڻ:** محبت ۾ جڪڙڻ- دل کسڻ.

**هنيين تي هٿ رکڻ:** پهرين پاڻ کي آزمائي پوءِ ٻئي کي چوڻ.

**هنيين ڏاڍو:** ص.پهلوان- بهادر- دل جو قوي.

**هَنْ تَنْ:** ث.ڪوشش.چلولائي.

**هنڪارَ:** ث.گهوڙي جو آواز (جيڪو مالڪ کي ڏسي ڪري يا ڪا طلب ڪري).

**هنڪڻُ:** م.هنڪار ڪرڻ.

**هَنَ کَنَ:** ث.هڪ قسم جي بَلا- کَنُ (چون ٿا ته زهريلي ساندي جو قسم آهي ۽ تپ ڏيئي وهٽ تي سوار کي بدڏنگي وجهي ٿي).

**هَنَنُ:** م.لڳائڻ (ڏڪ).نوڪڻ.ڪوڙڻ (ٿوٿي وغيره).پوکڻ (وڻ ٽڏو).

**هنندي مارِيندي:** ظ.ڏاڍي ڪوشش سان.وڏي تڪليف سان.

**هني هند ڪرڻ:** سوڀارو ٿيڻ- ڪامياب ٿيڻ.نيٺ مطلب حاصل ڪرڻ.

**هَنْ هنان:** ث.جفا ڪشي- محنت- جاکوڙ.

**هنْ هنان ڪرڻ:** گهڻي ڪوشش ڪرڻ.ڏاڍي جاکوڙ ڪرڻ.

**هَوَ:** ث.ٿوري ڏري.

**هَوَ ساعت:** ث.ٿوري گهڙي- ڪن پل.

**هُو:** ث (ف) "صدا" جيڪا مستي يا مجذوبيءَ جي حالت ۾ وات مان نڪري. نعرو. (ع) "الله" جو مخفف. (ض) ضمير غائب واحد لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ.

**هَوا:** ث (ع) باد- واءُ- پَون. بادي- ريح. حرص. وڏائي- غرور. آڪڙ- سيٺ.

**هواباز:** ص.هوائي جهاز اڏائيندڙ.

**هوا بدلائڻ:** تندرستي يا سير سفر لاءِ ٻئي شهر يا ٻئي علائقي ۾ وڃڻ.

**هوا تي وڃڻ:** تڪڙو وڃڻ- اُڏامي وڃڻ.

**هوا پرست:** ص.عياش- نفس پرست.

**هوا جو رُخ ڏسڻ:** زماني جي موافق ڪم ڪرڻ.

**هَوا داب:** ذ.هوا جو پريشر معلوم ڪندڙ اوزار- بئروميٽر- هواماپ.

**هوادارُ:** ص. جتي چڱيءَ طرح هوا جو گذر ٿئي. خلاصو (گهر). وائکو.کليل (ميدان).

**هوا ڏيڻ:** هوا پهچائڻ.باهه ٻارڻ کائڻ.

**هوا کائڻ:** هوا خوري ڪرڻ. چهل قدمي ڪرڻ. سير تفريح لاءِ کليل هند تي وڃڻ.

**هوا لڳڻ:** هوا جو اثر ٿيڻ.هوا جي خراب اثر سان بيماري ٿيڻ.

**هوا ماپ:** ذ.هوا ماپڻ جو اوزار- بئروميٽر.

**هوا نڪرڻ:** غرور ختم ٿيڻ.ساهه وڃڻ.ريح خارج ٿيڻ.

**هوائي:** ث.آتشبازيءَ جو هڪ قسم. (ص) هوا وارو.

**هوائي جهاز:** ذ.هوا ۾ اڏامندڙ جهاز- طيارو.

**هوائي خبر:** ث.افواه- ڪوڙي خبر.

**هوائي ڏاچي:** ص.موڳو- وائڙو- بي خيالو.

**هوائي گهوڙي تي چڙهڻ:** ٺٺ ٺڪراچڻ.

**هواڙ:** ٿ.ٿورو ذرو.ٿوري بدبوءِ.ٻڦ.

**هوبهو:** ظ.ساڳيو- انهيءَ جهڙو.عين بين- ٺس پس.

**هوتُ:** اسم خاص.بلوچن جو هڪ قبيلو (آري ڄام ۽ پنهونءَ جو قبيلو).(ص) محبوب- دوست.

**هوتن هاٽي:** هوتن جي هيٽل.محبوب جي ماڙيل.

**هوترو:** ص.حرڪتي- ڪيچل ڪندڙ- اوتڙو.

**هوٽَلَ:** ٿ (انگ) مسافر خانو- سراءِ.رهائش ۽ کاڌي جي سهولت واري جڳهه.

**هُرچرو:** ذ.هُل- گوڙ- شور.

**هودو:** ذ.ٻنا چيت واري پالڪي.آڏاتي جي ڪاٺ جو خانو.

**هَودي:** ٿ.ٻڀتيءَ جو ننڍو حوض.

**هوڏ:** ٿ.شرط- بازي.ضد.تڪبر.

**هوڏ ٻڌڻ:** شرط رکڻ- بازي رکڻ.ضد ڪرڻ.

**هوڏي:** ص.ضدي- هٺيلو.مغرور.

**هوڏانهن:** ظ.هُن پاسي- هُن طرف.هُتي.

**هوڏڻ:** م.شرط رکڻ- بازي رکڻ.

**هوڏو، هوڏِڙو:** ص.هُن جيترو- هُن جيڏو.

**هورُ:** ذ(ع:هول) ڊپ- خطرو.وسوسو- وهم.انڌڪو- ڌرڪو.ڳڻتي.

**هوراڪورا:** ٿ.چوراڪورا- آنڌ مانڌ.ڳڻتي.

**هورَ هٽڪڻ:** م.منع ڪرڻ- جهلڻ- پاڙڻ.

**هورِي:** ص.هڪي- هڪي ٻرواري.(ضد.ڳوري)

**هوري:** ٿ.هندن جو هڪ وڏو ڏينهن- هولي.

**هوريان هوريان:** ظ.آهستي آهستي.

**هوڙَ:** ٿ.ڏاٿ.

**هوڙَ ڪوسي ڪرڻ:** ڪجهه ڪائڻ.لالچ ملڻ.

**هوڙ هيٺان ڏيڻ:** ڪنهن جو مال هضم ڪري ڇڏڻ.

**هوڙاڪ:** ٿ.ٻيڙي- ترهو- هوڙو.

**هوڙڻ:** م.هڪلڻ.

**هَوڙو:** ذ.ننڍي ٻيڙي- ٻتيلو.

**هُوڙهه:** ص.ڪند ذهن- موڳو.جلدباز.اٻهرو.ٻني جي چوڻ تي هلندڙ.

**هُوڙهائي، هُوڙهيائي:** ٿ.موڳائي.تڪڙ- جلدبازي.اٻهرائي.

**هوس:** ٿ(ع) خواهش- سڌ.لالچ- طمع- حرص.نفساني خواهش.

**هوسناڪ:** ص.لالچي- حريص.

**هُوس:** ٿ.بدنظر.حسد.

**هُوسجڻ:** م.بدنظر لڳڻ.

**هوسڻ:** م.نظر هڻڻ.حسد واري نظر سان ڏسڻ.حسد ڪرڻ.

**هَوشُ:** ذ(ف) سمجهه- شعور.فهم.سُرت.

**هوش اچڻ:** سياڻو ٿيڻ.بالغ ٿيڻ.عقل اچڻ.

**هوش اُڏامڻ:** عقل خطا ٿيڻ- بدحواس ٿيڻ.

**هوش حواس:** ذ.سمجهه سُرت- هوشياري.

**هوش خطا ٿيڻ:** حواس گم ٿيڻ.حيران ٿيڻ.

**هوش سنڀالڻ:** وڏو ٿيڻ- بالغ ٿيڻ.

**هوش ۾ اچڻ:** سُرت ٿيڻ.عبرت وٺڻ.تميز سکڻ.

**هوشمندُ:** ص.سياڻو- ڏاهو- عقل وارو.سمجهو.

**هوشمندي:** ٿ.سُرتائي- هوشياري.چالاڪي.

**هوشيار:** ص.عقلمند- ڏاهو- دانا.خبردار.چالاڪ.

**هوشيار ڪرڻ:** خبردار ڪرڻ.

**هوشياري:** ٿ.ڏاهپ- دانائي- عقلمندي.عياري.

**هُوڪ:** ٿ.سُور- سُوٽ.رڙ- دانهن.هاڪ- مشهوري.حسد.

**هوڪار:** ٿ.هڪل- سڏ.للڪار.

**هوڪارڻ:** م.سڏڻ- سڏ ڪرڻ.هڪلڻ- بولائڻ.ڳتي ڏيڻ.هڪلڻ (چوپاين کي).

**هوڪارو:** ذ.سڏ.للڪار.دانهن.نعرو.

**هوڪارن ۾:** ظ.موجن ۾- عيش ۾.

**هوڪاري هلڻ:** همت سان هلڻ جو عزم ڪرڻ- بولائي هلڻ.

**هوڪرو، هوڪريو:** ذ.وڏي آواز سان سڏ.هوڪارو.گوڙ- هُل.سڏ وسڏ.غوغاءُ.

**هوڪو:** ذ.سڏ.آواز- صدا.پڙهو- منادي.

**هوڪو پوڻ:** شهرت ٿيڻ- ڳالهه وڃڻ.

**هوڪو ڏيڻ:** اعلان ڪرڻ.پڙهو ڏيڻ.

**هَولُ:** ذ(ع) ڊپ- خوف- دهشت.گهٻراهٽ.انديشو.

**هولناڪُ:** ص.خوفناڪ- دهشتناڪ- ڀوائتو.

**هُولُ:** ٿ.ڪاهه- حملو- رومڙ.

**هولي:** ٿ.هندن جو هڪ ڏهاڙو (جنهن ۾ هڪٻئي کي رنگ هڻن).

**هولي لائڻ:** هوليءَ واري ڏڻ تي رنگ هڻڻ.کلڻ ۽ دل سان خيرات ڏيڻ.

**هوم رُول:** ذ(انگ) خود مختياري حڪومت.

**هوميوپيٿي:** ٿ(انگ) علاج جو هڪ قسم (جنهن ۾ گرميءَ جو

گرمي ۽ سرديءَ جو سرديءَ سان علاج ڪيو وڃي)- علاج بالمثل.

**هُون:** ث."هاڪار" جي معني ڏيڪاريندڙ آواز. انڪي هڪلڻ واري هُونگ.

**هُون هان ڪرڻ:** تنائڻ لاءِ آڏا اُبتا جواب ڏيڻ.

**هُونَدَ:** ظ.جيڪر- شايد.

**هُوند:** ث.مُوڙي- دولت- ناڻو.پچت- سگهه.

**هُوندَ تي هُونگر ڏيڻ:** پنهنجي دولت ۾ خرچ ڪرڻ.

**هُوند نہ شُڪر:** ظ.هوندي حاصل- سگهه هوندي.ڪجهه بہ نہ.

**هُوندِ وارو:** ص.پنهنجي مُوڙيءَ وارو.شاهوڪار.

**هُوندي سُوندي:** ظ.پئسي هوندي.ملڪيت هوندي.

**هُونگَ:** ث."هُون" جو آواز.دور ڏيءُ کي هڪل.آواز ڪرڻ.سڏ. گوڙ- هُل.

**هُونگار:** ث.هونگ.

**هُونگارڻ:** م.اٺ يا مال کي هڪلڻ لاءِ آواز ڪرڻ.

**هُونگارو:** ذ."هُون" جو آواز.ڳائڻ سان گڏ جهيل سان سُر جهلائڻ.

**هونگارو جهلائڻ:** "ٽڙ بيت" جي ڪچهريءَ ۾ بيت ڏيندڙ سان بيت جي پيچاڙيءَ ۾ جهيل سان "هه" ڪرڻ.

**هُونگارو هڻڻ:** بيهوشي يا ننڊ ۾ ساهه کڻڻ.

**هُونگاري پائي:** ص.سُر جهلائو.

**هُونگر:** ث.هُونگ- هُونگار.

**هُونگڙي:** ث.ننڍڙي ٻار جي ڳالهائڻ جي ابتدائي ڪوشش.

**هُونگڙيون ڏيڻ:** معصوم ٻار جو خوشيءَ ۾ هٿ پير هڻي آواز ڪڍڻ.

**هُونئِين، هُنهِين:** ظ.اجايو- مفت ۾- خوامخواه- هرو ڀرو.

**هوءِ:** فعل.هجي.(ص) هُو- اهي.

**هُويدا:** ص(ف) ظاهر- عيان- نمودار.پيدا.واضح.چٽو- پڌرو.

**هِهڙو:** ص.هن جهڙو- اهڙو.

**هِهڙو تِهڙو:** ص.اجايو- نڪمو.رواجي.

**هُهَڙو:** ص.هُن جهڙو- اهڙو.

**هَهو، هاهو:** ذ.ڪنڌ ۽ ڦٽيءَ جي وچ وارو حصو.

**هَهي جو سُورُ:** ذ.ڦٽيءَ جي نس وارو سُور (جيڪو ڏکيو سمهڻ سان ٿئي).

**هئان:** ظ.هن هنڌان- هتان.

**هُئَڻُ:** م.ٿيڻ- هجڻ.ڄمڻ- پيدا ٿيڻ.

**هُئو:** ص.ماضي بعيد ۾ واحد مذڪر- هو.

**هَئُو مئُو:** ذ.جيڪي هجي- ڪوبہ جاندار.

**هَئُو مَئُو ٿرڻ:** اڪيلائي ٿيڻ- خلوت ٿيڻ- ماڻهو چيٽو وڃڻ.

**هَئي تَئي:** ذ.اُمالڪ- يڪدم- بنا دير.

**هَئي هَئي:** ندا.هه هه.عجب يا ڏک وارو آواز.

**هيانءُ:** ذ.هنيون- هردو- دل.

**هيانءُ تي مُگَ ڏرڻ:** سڙڻ ڏيرڻ.

**هيانءُ جَهل ڪرڻ:** ٿوروڪ ٿڻ- نيرن ڪرڻ.

**هيانتو:** ص.بهادر- طاقتور- جرئتمند.

**هيانچو:** ذ.ٿي .تي وڏي وڃڻ جو مرض.

**هَيبَتَ:** ث(ع) خوف- دهشت.ڊپ- پئو.رعب.

**هَيبتناڪ:** ص.ڊپ وارو- ڀوائتو- خوفناڪ.

**هَيبتي:** ص.هيبت وارو- هيبتناڪ.

**هيترو:** ص.هن جيترو.

**هيترو سارو:** ظ.حرڪن ويڪ- تمام گهڻو.

**هيٿر:** ذ(انگ) ڳينئي- سگري.

**هيٺ:** ظ.جهڪيل- نميل.ڪريل.زمين تي.گهٽ درجي جو.تابع.

**هيٺ لَهڻ:** ڪجهه هيٺ ٿيڻ.لهنديءَ تي اچڻ.گهٽ ٿيڻ (اگهه ياتي).

**هيٺ مٿي ٿيڻ:** ڪڏو چڙ ٿيڻ.لهڻ چڙهڻ.گهم ٿيڻ.

**هيٺ مٿي جي خبر پوڻ:** زماني جي لاهين چاڙهين کان واقف ٿيڻ.

**هيٺ مٿي چوڻ:** بدشد ڳالهائڻ- گاريون ڏيڻ.

**هيٺ مٿي ڪرڻ:** زيربر ڪرڻ.تنبيهه ڪرڻ.جٺ ڪرڻ.

**هيٺان:** ظ.تري ۾.هيٺ.هيٺيون.

**هيٺان پوڻ:** زير ٿيڻ- دسجڻ.

**هيٺاهون:** ظ.هيٺيون.هيٺ تي.

**هيٺاهِين:** ث.لهندي- نشيب- پستي.

**هيٺاهين وٺڻ:** نوڙت ڪرڻ.

**هيٺ بيٺ:** ذ.ڪوشش- سعيو.

**هيٺ پَرو:** ظ.هيٺ تي.هيٺين پاسي تي.ڪجهه هيٺ.

**هيٺ تي:** ظ.هيٺ هون- هيٺيون- هيٺ پرو.

**هيٺ مٿاهِين:** ث.ناهموار (زمين).اڻ سڌي.ڪڙڇڙ.

**هيٺ مٿي:** ظ.ناهموار- اڻ سندريل.گهٽ وڌ.

**هيٺ وَڙو:** ص.هيٺان پيل.گهٽ- نيچ.

**هيٺُونو:** ص.هيٺ وارو- هيٺئون- هيٺيون.

**هيٺيون:** ظ.هيٺ وارو.تر وارو.(ث.هيٺين).

**هيٺيون مٿيون:** ث.سمجهاڻيون.دليل.

**هينيون مٿيون ڏيڻ:** سچ ڪوڙ ملائي همت ٻڌائڻ. سمجهائڻ.

**هينئين وَٽ وڃڻ:** نياز نوڙت ڪرڻ.

**هيجُ:** ذ. انگل - ماٺو - لاڏ. چاهه. پيار - قرب.

**هيجان:** ظ. هيج مان - پيار سان - شوق مان.

**هيجانُ:** ذ (ع) جوش. تيزي. زور - غلبو.

**هيچُ:** ص (ف) نفرت جوڳو. بيهودو. اجايو. گهٽ.

**هيچمدانُ:** ص. گهٽ علم وارو. نادان. بيوقوف.

**هيڏانهه، هيڏانهن:** ظ. هن طرف - هن پاسي.

**هيڏانهن هوڏانهن:** ظ. هن هن پاسي. اوري پري.

**هيڏانهن هوڏانهن ٿيڻ:** اوري پري ٿيڻ. هڪ هنڌ نه ٽڪڻ. بيقراري ڪان اچ وڃ ڪرڻ.

**هيڏو:** ص. هن جيترو - هن جيڏو. (ث. هيڏي).

**هيڏو سارو:** ص. ايڏو وڏو - تمام گهڻو وڏو.

**هيڏي ڪرڻ:** ايڏي وڏي جٺ ڪرڻ.

**هَيڊ:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو. جنهن جون پاڙون مصالحي طور ڪم اچن.

**هيڊُ:** ذ (انگ) اڳوڻ. اعليٰ آفيسر. آفيس جو اڳواڻ.

**هيڊ آفيس:** ث. مرڪزي دفتر.

**هيڊ ڪلارڪ:** ذ. وڏو منشي.

**هيڊ ڪوارٽر:** ذ. مرڪزي دفتر - هيڊ آفيس.

**هيڊ ماسٽر:** ذ. اسڪول جو اڳواڻ - وڏو استاد.

**هَيڊو:** ص. هَيڊ جي رنگ جهڙو - پيلو - زرد.

**هيڊڙي:** ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

**هيرَ:** ث. عادت - گت - چال.

**هير ڏيڻ:** عادت وجهڻ. هيرڻ. ننڍڙي ٻار کي سٺي ڳالهه جي عادت وجهڻ.

**هِيرَ:** ث (ع) ٿڌي هوا. سج اڀرڻ کان اڳ واري فرحت ڏيندڙ هوا. وسڪاري کان پوءِ لڳندڙ هوا.

**هير ڳهلڻ:** ٿڌي هوا لڳڻ.

**هير ڦير:** ث. بدل سدل. مٽ سٽ. دوکو - ٺڳي - فريب.

**هيرا ڦيرا:** ذ. دؤرا - گردش. چڪر.

**هيراڪُ:** ص. عادتي - هريل - ٻڌائي. عتي.

**هيراڪَس:** ث (سن) ٻسر ڪي رڪر جو هڪ قسم - پور ٻٿر.

**هيرڻُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ٻج.

**هيرڻ:** م. عادت وجهڻ - هيرائڻ.

**هيرو:** ذ. اهو چرچي وارو ڳيچ جنهن ۾ ڪنواريون طرفن کهوٽين کي ڳريون ءِ ڪچ وين ڏنل هجن.

**هيرا وجهڻ:** اجايو بحث ڪرڻ.

**هِيرو:** ذ. هڪ قسم جو قيمتي پٿر - الماس - رتن.

**هيرا جواهر:** ذ. مانڪ موتي - قيمتي پٿر.

**هِيرو:** ذ (انگ) بهادر - سورهيه. ڊرامي وغيره جو مک ڪردار.

**هيرُو:** ص. هيرو وارو - هريل.

**هيرُو ڪرڻ:** هيرائڻ (ٻکي يا جانورن کي) - هٿ هيرو ڪرڻ.

**هيروئن:** ث. هڪ نشيدار وکر. "هيرو" جو مؤنث.

**هيڙهو:** ذ. هڪ قسم جو پکي.

**هيسَ:** ث. ڊپ وارو ڊپاءُ - سختي. جٺ ڦٺ. رعب تاب.

**هيسائڻُ:** م. ڌڙڪو داب ڪرڻ. مرعوب ڪرڻ. خوفزده ڪرڻ. ڊيڄارڻ.

**هيسجڻ:** م. ڊپاءُ ۾ اچڻ. هجڻ.

**هَيس گيس:** ث. ٽڪڙ - اٻهرائي.

**هيسڻُ:** م. ڊپائڻ. ڊپ وارو ڊپاءُ وجهڻ. ڊيڄارڻ.

**هيسين:** ظ. اڃا تائين - اڃا. هاتي.

**هَيضو:** ذ (ع) هڪ قسم جي وچڙندڙ بيماري (جنهن ۾ دست ۽ الٽيون ٿين).

**هيڪُ:** ص (سن: ايڪ) هڪ (عدد).

**هيڪ هيڪائي ڪرڻ:** هڪڙي ڳالهه ڪري نبيرو ڪرڻ. صاف صاف چوڻ. هڪڙو فيصلو ڪرڻ. تعلق ٽوڙڻ.

**هيڪار:** ظ. هڪڙو ڀيرو - هڪ دفعو - هڪوار.

**هيڪاري:** ظ. اڃا بلڪ ڏيک. اڃا بـ.

**هيڪانڊ:** ث. ڳڏ جائي - ميلاپ. هڪ ٿيڻ واري حالت. هيڪڙائي.

**هيڪاندو:** ظ. ڳڏيل - يڪو - سڀ. تمام گهڻو. (ث. هيڪاندي).

**هيڪاندو ٿيڻ:** سڪ مان ملڻ. وڇوڙي کان پوءِ ڳڏجڻ.

**هيڪائي:** ث. هيڪڙائي - وحدت.

**هيڪر:** ظ. هڪ ڀيرو - هيڪار.

**هيڪڙاند:** ص. ڇڙو - اڪيلو - هڪڙو.

**هيڪڙائي:** ث. هڪ هئڻ جي حالت. وحدت. خدا تعاليٰ جي هڪ هئڻ جو عقيدو.

**هيڪڙ ٻيڪڙ:** ذ. ڇڙو ڇانڊو - ايڪڙ ٻيڪڙ - وڙي.

**هيڪَلَ:** ث. هڪڙو ڀيرو. (ص) اڪيلو - ڇڙو.

**هَيڪَلُ:** ذ (ع) بتخانو. يهودين ۽ پارسين جي پوڄا جو گهر.

**هيڪلائي، هيڪلائي:** ث. اڪيلائي. واندڪائي - فرصت.

**هيڪلو، هيڪلو:** ص. اڪيلو. ڇڙو. (ث. هيڪلي. هيڪلي).

**هيڪلي وڻ هيڻان اچڻ:** اُبتڪو ٿيڻ. بخيل ٿيڻ.

**هيڪلَ:** ص. اڪيلي سر- اڪيلو. (هيڪلي).

**هيڪل وَسُوڙو:** ص. ڇڙو ڇانڊ- اڪيلو. ويڇڙو.

**هيڪَلو:** ص. اڪيلو. ڇڙو. (ث. هيڪي).

**هيلُ:** ظ. هن سال- هلندڙ سنَدم.

**هيلوڪو:** ص. هن سال جو. هن توڪو.

**هَيَلُ:** ص. ٿڪل- ساتو- ماندو. ڍِلو- هيسيل.

**هيند بِل:** ذ (انگ) هٿ سان ورهايو ويندڙ ننڍو پوسٽر.

**هيندَل:** ذ (انگ) هَٿيو- دستو.

**هينگَ:** ث. گَڏه جو آواز.

**هينگُون ڪرڻ:** گڏهه وانگر ڏيهون ڪرڻ. اڻڪو ڳالهائڻ.

**هَينگر:** ذ (انگ) ڪپڙا ٽنگڻ لاءِ ڪبو وارو ڳٽي.

**هِينئر:** ظ. هن مهل- هن وقت. فوراً- يڪدم. هاڻي جو هاڻي. اِجڪلهه- موجوده وقت ۾.

**هِينئڙو:** ذ. "هينئون" جو اسم تصغير- هينئون- من.

**هِيڻ:** ص. ڪَسو- گهٽ- اڻپورو. ڇِنل- ٽٽل. ڳَنل. ٿڪل- هيڃيل.

**هِيڻائي:** ث. ڪمزوري- اپرائي- نستائي.

**هِيڻو:** ص. ڪمزور- نبل. ڏٻرو- پرو. بي پهچ. (ث. هيڻي).

**هِيڻو حال ڪرڻ:** منٿ ڪرڻ- عاجزي ڏيکارڻ. ڏک ظاهر ڪرڻ.

**هِيڻو هَڏ:** ص. غريب- بي پهچ.

**هِيڻي وِهي:** ث. ڏٻون حالي. پيري- ٻڍاپو.

**هَيوز:** ذ. عمدو گهوڙو. جنگي هاٿي.

**هَيُولي:** ذ (ع) ڏيک- نظارو.

**هيوِي ويٽ:** ص (انگ) پهلوانن وڏيڪ وزن وارو پهلواني يا باز پهلوان.

**هَيهات:** ند (ع) هاءِ هاءِ- افسوس.

**هَيئَت:** ث (ع) بناوت. صورت- شڪل. ڪيفيت- حالت. آسماني تارن سيارن وغيره جو علم.

**هَيئَتدان:** ص. آسماني تارن جو علم ڄاڻندڙ.

ء

ءَ: ذ (ع) (اُچار "الف همزو") سنڌي "الف- بي" جو ايڪونجاهون اکر. عربيءَ جو ستاويهون اکر. لفظن جي وچ ۾ "الف" بدران ڪم ايندڙ اکر (مثلاً: فائدو. قرئت وغيره).

ءِ: حرف جمع. ٻيو- وڌيڪ- اور.



ي: ث (ع) اُچار "يي". سنڌي "الف- بي" جو باونجاهون اکر. عربيءَ جو اٺاويهون ۽ فارسيءَ جو ٻٽيهون اکر. ابجد موجب عدد (10).

**يا:** ذ (ف) پاڻ- خواهه. نه ته- ٻيو.

**يا:** ندا (ع) اي!

**يا الاهي:** ندا. اي منهنجا الله- اي الله سائين.

**يا خدا:** ندا. اي الله- اي خدا!

**يا نصيب:** ندا. (قسمت آزمائي وقت چئجي) ڪٿي منهنجا ڀاڳ! جيئن نصيب ۾ هوندو.

**ياتِرا:** ث (س) درشن- جاترا (زيارت). تيرٿ.

**ياتِري:** ص. ياترا ڪندڙ- تيرٿ پڄيندڙ.

**ياجُوج ماجُوج:** اسم خص. يافث بن نوح جي پٽن جا نالا (جن جو ذڪر قرآن شريف ۾ آيل آهي). (ص) فسادي. ڪِيٽو ڪيندڙ.

**يادِ:** ث (ف) سارُوتي- سار- يادگيري. (ظ) حفظ- زباني- زباني ورد.

**ياد آوَرِي:** ث. ياد ڪرڻ- يادگيري. خبرگيري.

**ياد اچڻُ:** ذهن ۾ اچڻ. خيال تري اچڻ. دل ۾ ڦرڻ.

**ياد ڏيارڻ:** تاڪيد ڪرڻ- چتائڻ. ذهن ۾ آڻڻ.

**ياد رکڻ:** خيال ۾ رکڻ. ڌيان ۾ رهڻ. نه وسارڻ.

**ياد ڪرڻ:** وري وري ڏهرائڻ. سارڻ- سنڀالڻ. حفظ ڪرڻ.

**يادداشت:** ث (ف) حافظو. يادگيريءَ لاءِ لکت. تفصيل- وچور.

**يادَداشت نامو:** ذ. ڪنهن ڳالهه جي يادگيريءَ عمل لاءِ تاڪيدي چٺو.

**يادگارُ:** ذ (ف) اهو چيز (تحفو. اڏاوت. نشان وغيره) جيڪا ياد ڏياريندي رهي. آثار- نشان.

**يادگيرو:** ذ. يادگيري.

**يادگيري:** ث (ف) سار- سنڀال- ياد. ياد ڪرڻ وارو خيال.

**يارُ:** ذ (ف) دوست- سنگتي- ساٿي. محبوب. آشنا (عورت جو).

**يَشي:** ث. ڪتي جي پوُنڪ- ڏڙهي.

**يَشيون ڏينّ:** ڏڙهيون ڏينّ- ڪتي وارا ڏهڙ جهنّ.

**يَعقوبُ:** اسم خاص. هڪ نبي سڳورو (جيڪو بني اسرائيل جو وڏو ڏاڏو هو).

**يَعني:** ذ(ع) مطلب تہ- معني تہ.

**يَقينُ:** ذ(ع) اعتبار- ويساهہ. ڀروسو. دلجاءِ.

**يقين ڄاڻڻ:** سچ مڃڻ- سچو سمجهڻ.

**يقين ڪرڻ:** اعتبار ڪرڻ- ڀروسو ڪرڻ. ويساهہ ڪرڻ. پورو اعتقاد رکڻ.

**يَقيناً:** ظ (ع) پڪ سان- بيشڪ- اعتبار جوڳو. يقين سان- ڀروسي سان.

**يَقينُو:** ذ. يقين. ڀروسو. دلجاءِ- اطمينان.

**يقيني:** ظ. ضرور- پڪ سان. يقيناً.

**يَڪ:** ص(ف) هڪ- واحد. هڪڙو (عدد).

**يڪ انداز:** ظ. هڪ معيار- هڪجهڙائي.

**يَڪ بار:** ظ. هڪ ڀيرو- هڪ دفعي.

**يڪ بَرگ:** ص. عمدو- بهتر- تمام سٺو.

**يَڪايڪ:** ظ. يڪدم- جهٽ پٽ- فوراً.

**يَڪ بہ يَڪ:** ظ(ف) اوچتو- اُتفاق سان.

**يَڪتا:** ص(ف) اڪيلو- هڪڙو. نرالو- انوکو. پنهنجو مٽ پاڻ.

**يَڪتارو:** ذ(ف) هڪ تند يا تار وارو هڪ قسم جو ساز (جنهن ۾ هڪڙي تند ٿئي، ڪافيون ڪلام ڳائيندڙ عموماً اُن لاءِ ڪتن، سا جي هٿ جي ڏسني آڱر سان وڄائين).

**يَڪجا:** ص(ف) هڪڙي هنڌ گڏ- هڪ جاءِ تي گڏيل.

**يَڪجهتي:** ث(ف) اتحاد- اتفاق. ايڪتا- ايڪو.

**يَڪ چَشَم:** ص(ف) هڪڙي اک وارو- ڪاڻو.

**يَڪدل:** ص(ف) متفق. همدم.

**يَڪدَمُ:** ظ. بروقت- تهڻا. جلد- ترت.

**يَڪراءِ:** ظ. هڪ صلاح. (ث) هم آواز.

**يَڪرنگ:** ص. هڪ قسم جو- هڪجهڙو.

**يَڪرَنگي:** ث(ف) هڪجهڙو. سڳيو. هڪڙي ئي قسم جو.

**يَڪسان:** ص. برابر- هڪجهڙو. (ظ) واٽگر- مطابق.

**يَڪسانيَت:** ث. هڪجهڙائي. برابري. ساڳياڻي. مشابهت.

**يَڪ سُخن:** ص. انجام جو پڪو- واعدي جو پورو.

**يَڪ سَر:** ص(ف) سمورو- بلڪل- سڄو سارو. (ظ) فوراً- وچتو.

**يَڪسُوني:** ث(ف) دلجمعي- اطمينان.

**يَڪ طرفو:** ص(ف) هڪڙي پاسي جو (پاڙو. فيصلو). هڪڙيءَ ڌر جو.

**يڪ فصلي:** ث. اها زمين يا پوک جيڪا سال ۾ هڪ ڀيرو ٿئي.

**يَڪ لَخت:** ص(ف) سڄو سارو. فوراً- يڪدم.

**يَڪمُ:** ص. هڪ- هڪڙو. پهريون.

**يَڪ مُشت:** ص(ف) سمورو- جمعي- سڀ. (ظ) هڪڙي ئي ڀيري.

**يَڪمَنو:** ص. هڪ خيالو. واندو.

**يَڪمنو ٿي ويهڻ:** ڪنهن خاص ڪم لاءِ ٻين سڀني ڪمن کان فارغ ٿي ان ڪم کي لڳڻ.

**يَڪو:** ص. اڪيلو- ٽپ. (ظ) سمورو- گڏ- جمعي- سڀ. (ث. يَڪي).

**يَڪو:** (ذ) تاس ۾ هڪڙي داڻي وارو پتو.

**يڪو:** ذ(ف) پيمو ن- سورهيہ.

**يَڪو سارو:** ظ. سربستو- سمورو- سڀ جو سڀ.

**يَڪي اوت:** ص. لاڳيتو پاڻي پيئڻ جي حالت.

**يَڪي سر:** ص. اڪيلو. هڪڙو ئي. پنهنجي مٿي.

**يَگانگت، يگانگي:** ث (ف) هڪڙائي. ايڪتي. نرالائي- انوکائي. نُدرت. ٻڌي- اتحاد.

**يَگانو:** ذ(ف) اڪيلو- هڪڙو. نرالو- انوکو. ورلو. نادر- عجيب. لاثاني- بيمثل.

**يَلغارَ:** ث(ف) حملو- جنگ- ڪاهہ.

**يَمر:** ذ(س) موت جو فرشتو- موت.

**يَمَنُ:** ذ(س) ڪلياڻ راڳ جي هڪ راڳڻي. شاهہ عبداللطيف جي رسالي ۾ هڪ سُر جو نالو.

**يَمَن:** اسم خاص. عربستان جي ڏکڻ ۾ هڪ رياست يا ملڪ.

**يَمني:** ص. يمن ملڪ وارو. يمن جو رهاڪو. (ث) هڪ قسم جي اعلي چادر.

**يَمين:** ذ(ع) سڄي طرف. سڄو هٿ.

**يوُرَپُ:** ذ(انگ) ايشيا جي الهندي وارو کنڊ.

**يورپي:** ث. يورپ جو رهاڪو- فرنگي. ث. يورپي ٻولي.

**يوُرش:** ص(ف) حملو- ڪاهہ- چڙهائي. دشمن جي لشڪر تي حملو.

**يوُرينَس:** ذ. هڪ آسماني گرهہ جو نالو.

**يوُسفُ:** اسم خاص. هڪ نبي سڳوري جو نالو (حضرت يعقوب جو فرزند، جيڪو نهايت حَسين هو). ماڻهوءَ جو نالو.

**يُوسف ثاني:** ذ. حضرت يوسف عليہ السلام جهڙو حَسين- تمام سهڻو.

**يوگُ:** ذ(س) جوڳ (هڪ پنٿ. فرقو يا ڀڳتيءَ جو هڪ طريقو).

**يوگ آسَنَ:** ذ. جوڳين جو عبادت ۾ ويهڻ جو هڪ نمونو.
**يوگيشَر:** ص. ڏاهو. درويش-ريشي.
**يوگِي:** ذ(سن) جوڳي.
**يَومُ:** ذ(ع) ڏينهن-روز.
**يَومُ الحِسابُ:** ذ. قيامت جو ڏينهن (جنهن ڏينهن تي ٻانهن کان اعمالن جو پڇ تو ٿيندو).
**يومِ جَزا:** ذ. اجر ملڻ جو ڏينهن-قيامت جو ڏينهن.
**يُونانُ:** اسم خاص. يورپ جو هڪ ملڪ.
**يُونانِي:** ص. يونان جو رهاڪو. (ث) يونان جي ٻولي.
**يوناني طب:** ث. ڏيهي جڙين ٻوٽين سان علاج ڪرڻ جو طريقو.
**يُونَٽ:** ذ(انگ) وحدت-اڪائي.
**يُونُس:** اسم خاص. هڪ نبي سڳوري جو نالو. ماڇيءَ جو نالو.
**يُونيفارم:** ذ(انگ) وردي-ڊريس-خاص پوشاڪ.
**يُونِيَن:** ث(انگ) اتحاد-اتفاق-ٻڌي. جماعت.
**يُونيورسٽي:** ث (انگ) سڀ کان وڏو تعليمي ادارو- مصدر عمي. دارالعلوم.
**يُونيوَرسل:** ذ(انگ) سڄي ڪائنات کي گهيريندڙ-آفاقي.
**يَهُودِي:** ذ(ع) حضرت موسيٰ عليه السلام جي اُمت سڏائيندڙ قوم-بني اسرائيل-موسوي.
**يَهُوديَت:** ث. يهودين جو مذهب.

*The End*

Sindhica
سنڌيڪا

”هيءَ لغت، پنهنجي ماحول ۾ رائج، روزمره وارن لفظن تي مشتمل لغات آهي، جنهن ۾ مصنف صاحب، پنهنجي چوڌاري واري ماحول ۾ رائج لفظن کي گڏ ڪري، انهن کي الف بي وار ترتيب ڏيئي پيش ڪيو آهي.... هن لغات ۾ شامل ڪيل لفظن جو ذخيرو، ”هڪ جلدي سنڌي لغت“ کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ معيار وارو هرگز ڪونهي، هيءَ (سنڌيڪا لغت) هڪ اهڙي نوجوان ترتيب ڏني آهي، جو اڃا طفل مڪتب آهي، پر سندس هن ڪاوش تي نظر وجهڻ ڪانپوءِ اهو چٽي سگهجي ٿو ته، هيءَ نوجوان هزارين صلاحيتن جو مالڪ آهي.“

پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائِڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٹ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿيِ، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄ‌ڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)